# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد چوٿون

(ج - خ)




چيف ايڊيٽر ۽ نگران اعليٰ

**پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**



**سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ**

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد چوٿون

(ج - خ)

چيف ايڊيٽر ۽ نگرانِ اعليٰ

**پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ.

2012ع

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي اشاعتي سلسلي جو ڪتاب نمبر- (174)

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جا سڀ حق ۽ واسطا قائم

ڪتاب جو نالو: انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا، جلد چوٿون

ڇاپو پهريون: جنوري 2012ع

ڇپيندڙ: پاڪيزه پرنٽرز، لجپت روڊ، حيدرآباد، سنڌ.

ڇپائيندڙ: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، سنڌ

تعداد: 2000

مُلهه: -/1500 روپيا

انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو جلد چوٿون، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي سيڪريٽري، تاج جويي، اداري جي آفيس، حيدرآباد سنڌ مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

Catalogue Reference

Encyclopaedia Sindhiana: Vol: 4

Sindhi Language Authority,

Hyderabad, Sindh, Pakistan

ISBN: 978-969-9098-80-2

Encyclopaedia Sindhiana: Volume: 4



First Edition: January, 2012

Quantity: 2000

Price: Rs.1500/-

Printed by: Pakeeza Printers, Lajpat Road, Hyderabad, Sindh.

Published by: Taj Joyo, Secretary, Sindhi Language Authority,
National Highway, Hyderabad, Sindh, Pakistan.
Phone: 92-22-9240050/53, Fax: 92-22-9240051

Website: www.encyclopediasindhiana.org, www.sindhila.org

E-mail: sindhianacell@gmail.com, sindhila@yahoo.com

چيف ايڊيٽر ۽ نگرانِ اعليٰ

**پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**

ايڊيٽر ۽ نگران

**تاج جويو**

رهنمائي ۽ مشاورت

**محمد ابراهيم جويو — ڊاڪٽر غلام علي الانا**



پراجيڪٽ ڊائريڪٽر

**محمد عثمان ميمڻ**

تحقيقي عملو

**شوڪت چاچڙ** — **صفدر حسين ميرزا**

**واحد پارس هيسباڻي** — **هيمون ڪالاڻي**

**عامر سيال**



ايڊيٽوريل بورڊ

**سيد حاڪم علي شاهه بخاري**
(قديم آثار، ماڳ مڪان)

**پروفيسر قلندر شاهه لڪياري**
(انگريزي ادب ۽ مذهبيات)

**ڊاڪٽر غلام محمد لاکو**
(سنڌ جي تاريخ)

**ڊاڪٽر شمس الدين تُنيو**
(زراعت ۽ زرعي سائنس)

جلد جي عنوانن/ داخلائن بابت مشاورتي ڪميٽي

**ڊاڪٽر حبيب الله صديقي - پروفيسر سيد قلندر شاهه لڪياري - سيد حاڪم علي شاهه بخاري**

مذهبي داخلائن جي نظرثاني

**فيض محمد پتافي 'سڪندري'**

انسائيڪلوپيڊيا سيل ۾ ڪم ڪندڙ ريسرچر/ڊيٽا ڪليڪٽر

**ضراب حيدر- شفيع محمد شاهه - غلام رسول مگريو**
**ساجد چانڊيو - سيد سردار علي شاهه - علي نواز آريسر**
**عنبرين خاصخيلي - زينت ياسمين چانڊيو- امر خورشيد شاهه**
**راسيم بشارت ميمڻ- دين محمد لاشاري**

**مختلف مواد موڪليندڙ مهربان**

- ڊاڪٽر نظير احمد چارڻ (دادو)
- مير محمد پيرزادو (سڪرنڊ)
- عبدالله خان جيسر (لليا پٽڻ،مورو)
- ممتاز بخاري (سکر)
- محمد ادريس جتوئي (نوان جتوئي)
- پروفيسر سرور سيف (پنو عاقل)
- ڊاڪٽر مخمور بخاري (هالا)
- عبدالحفيظ قريشي (حيدرآباد)
- اشتياق انصاري (حيدرآباد)
- ذوالفقار علي قريشي- راڳي (حيدرآباد)
- عزيز رانجهاڻي (جوهي)
- حڪيم غلام رسول لاکو (مورو)
- مخدوم سليم الله صديقي (حيدرآباد)
- پير ڪرم الله انصاري (ماتلي)
- حڪيم محمد يوسف ڪتري (ميرپور بٺورو)
- استاد لغاري (ڪپرو)
- محمد عرس اظهر سولنگي (دادو)
- عادل عباسي (باڊهه)
- غلام نبي ناشاد (خانواهڻ)
- خليل احمد ڪوسو (ٽنڊو الهيار)
- سليم چنا (حيدرآباد)
- استاد امير علي- راڳي ( حيدرآباد)
- عبدالجبار 'عبد' (شڪارپور)
- چاموٽ حاجي خان چاچڙ (ڪنڌڪوٽ)
- سرمد اياز- راڳي ( ڪوٽڙي)
- پروفيسر فدا حسين مگسي‍ٺهار (دادلوءِ)
- پريتم پياسي (عمر ڪوٽ)
- جاويد احمد چاچڙ (حيدرآباد)
- محمد عمير مهيسر (حيدرآباد)
- عاطف حسين وگهيو (حيدرآباد)
- خالد زخمي چانڊيو (لاڙڪاڻو)
- علي اڪبر جويو (قنبر)

گرافڪس ۽ ڪمپوزنگ

**تولارام سوٿهڙ - سيده پارسا رضوي**
**نظير احمد چانڊيو - عرفان علي ميمڻ**
**رحيم پاشا**

اشاعتي نگران

**خالد آزاد**
انچارج
ڊائريڪٽر پبليڪيشن ۽ پراڊڪشن بيورو

**خان محمد جروار**
ايڊيٽر/ پبليڪيشن آفيسر

مارڪيٽنگ شعبو

**محمد ابراهيم ڪنير**
مارڪيٽنگ مئنيجر

**فياض احمد ميمڻ**
سيلز اسسٽنٽ

# ارپنا



سنڌي ٻوليءَ جي ٻن عاشقن،

ناميارن اديبن، عالمن ۽ لسانيات جي ماهرن

## ڊاڪٽر غلام علي الانا

۽

## سِراج جي نالي!



# ناشر پاران

اجا ڪالهہ ڪالهوڻي ڳالهہ آهي تہ اسان سنڌي ٻوليءَ جي سنڌ بابت پهرين ’انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا‘ جو پهريون جُلد ڇاپڻ وقت، پنهنجن بُزرگن جي خواب ساڀيان ٿيڻ جي ڳالهہ پئي ڪئي ... اها سَمورن سنڌي ماڻهن جي خواب جي بہ ساڀيان ثابت ٿي ۽ اُن پيار واري پورهيي کي ايتري مڃتا ۽ پذيرائي ملي، جو منهنجو پٽائيءَ جي هن بيت ۾ ايمان تازو ٿي ويو تہ:

محبت پائي من ۾، رنديا روڙيا جن،

تن جو صرافن، اڻ توريو ئي اگهائيو.

- ۽ سڄڻن جي تعريفن ۽ تنقيدن جي روشنيءَ ۾ ڪم ڪي اڳتي وڌايوسين ۽ ’انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا‘ جو ٻيو ۽ ٽيون جلد بہ هڪٻئي پٺيان پڌرا ٿيا، ۽ اڄ چوٿين جلد جا ٻہ اکر لکندي مهل تمام گهڻي سرهائي محسوس ڪري رهيا آهيان. پنجون جلد بہ تقريباً تيار آهي، جيڪو پڻ انشاء الله هن ئي سال ۾ پڌرو ڪنداسين. ائين اسان هن رٿا جي پهرئين مرحلي کي ڪاميابيءَ سان پورو ڪنداسين.

بنيادي طور تي ’انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا‘ جو پراجيڪٽ ٽِن جُلدن تي مشتمل هو پر جڏهن عملي طور اُن تي ڪم شروع ڪيوسين، تہ محسوس ٿيو تہ سنڌ، اُن جي تاريخ، جاگرافي، تهذيب ۽ ثقافت ايتري تہ وسيع آهي، جو اُن بابت معلومات گهٽ ۾ گهٽ ويهن جُلدن ۾ پوري ڪري سگهبي ... مالي منصوبہ بندي ڪندي، ڪفايت سان ڪم هلائيندي، ٽِن جُلدن لاءِ مختص فندن مان پنج جلد تيار ڪرڻ ۽ ڇاپڻ جو عزم ڪيوسين، جنهن ۾ ڪامياب ٿياسين. ۽ واڌو ڏهن جُلدن جي ’نظرثاني اسڪيم‘ (Revised Scheme) تيار ڪري، سنڌ حڪومت کي موڪليسين، جيڪا خوشقسمتيءَ سان منظور ٿي وئي آهي.

’انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا‘ جي پراجيڪٽ ڊائريڪٽر، جناب محمد عثمان ميمڻ کي جَس هجي، جيڪو پنهنجي سموري عملي سان صبح شام انهيءَ ڪِرت ۾ لڳل آهي. سنڌ جي مختلف ضلعن مان پڻ مهربان پنهنجي پنهنجي تر ۽ علائقي بابت ڄاڻ موڪلين ٿا.

اسان جي ايڊيٽوريل بورڊ ۾ جيڪي سينيئر پروفيسر ۽ عالم آهن، اُهي بہ پنهنجي وَسان ڪونہ ٿا گهٽائين ۽ داخلائن ۾ دُرستيون ڪرڻ ۽ ڪوٽ پُوري ڪرڻ لاءِ وڏي محنت ڪن ٿا.

هن ڪم دوران ڪي ڏُکيائون بہ پيش اچن ٿيون. جيئن تہ هن قسم جون رِٿائون وقت اندر پوريون ڪرڻيون هونديون آهن، اُن ڪري ڪڏهن ڪڏهن ڪجھ عُجلت کان بہ ڪم وٺڻو پوندو آهي. مثلاً: ڪن مشهور ماڻهن کي خود يا سندن اولاد يا مٽن مائٽن کي سندن باري ۾ لکي موڪلڻ لاءِ فون، خط، اي. ميل وغيره ڪجن ٿا تہ هو اُن جو جواب نٿا موڪلين يا وقت سر مواد نٿو پهچي. اِئين ئي ڪجھ ماڳن بابت وقت سر معلومات نٿي پهچي تہ پوءِ ڪتابي ذريعن مان معلومات هٿ ڪري ڏجي ٿي، تہ وري سندن ئي واسطيدار انهيءَ تي اعتراض ٿا ڪن. ڪيترا اهڙا ماڻهو بہ آهن، جن کان ڪا ڄاڻ گهُربي تہ چوندا، ’اسان وٽ وقت ڪونهي‘، پر وري جيڪڏهن ڪنهن داخلا ۾ ڪا ڳالهہ سندن دل وٽان نہ

هوندي تہ اسان کي غلط ثابت ڪرڻ لاءِ وڏي جاکوڙ ڪري، صفحن جا صفحا دليلن سان لِکي، اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپرائيندا ... تنقيد ڪرڻ ڏاڍي سولي آهي، پر پاڻ ڪم ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو!

سَڏائي سيڪا، بڪ نہ باسي ڪا،
جيهي تيهي ذات جي، جُنبش ناهي جا،
مون سين هلي سا، جا جيءُ ملو نہ ڪري.

هيءَ انسائيڪلوپيڊيا ڪنهن هڪ فرد يا اداري جي نہ، پر سمورن سنڌ جي سڄڻن جي آهي، جنهن وٽ جيڪا بہ معلومات آهي، اهو اسان سان شيئر ڪري/ وندي سگهي ٿو. سندس نالي جي مڃتا سان، اُن کي جوڳِي جاءِ بہ ملندي ۽ پنهنجي سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ دستاويز بهتر کان بهتر ٿيندو. جيڪو اسان جي مٺڙي ٻوليءَ کي دنيا جي ترقي يافتہ ٻولين جي سٽ ۾ بيهارڻ جو هڪ ڪارڻ ٿي سگهي ٿو.

هڪ خوشيءَ جي خبر ٻي بہ آهي تہ 2012ع ۾ 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' کي سي. ڊيءَ ۽ ڊي. وي. ڊيءَ تي بہ مهيا ڪيو ويندو ۽ اها 'آن لائين' بہ رکي ويندي تہ جيئن سموريءَ دنيا جا سنڌي اُن مان لاڀ حاصل ڪري سگهن.

آءٌ ضروري ٿي سمجهان تہ محترم ڀاءُ تاج جويي جا ٿورا مڃيان، جنهن کي منهنجي ايڊيٽنگ ۽ صلاحن جي روشنيءَ ۾ ڪيترين ئي داخلائون ڀيهر لکڻيون پونديون آهن، جو ٻوليءَ جي صحيح استعمال جي سلسلي ۾ اسان ٻئي مشڪل سان مطمئن ٿيندا آهيون.

آخر ۾ محترم اُستاد ڊاڪٽر غلام علي الانا جا بہ لک ٿورا، جنهن پنهنجو قيمتي وقت سِيڙائي، اسان سان گڏ ويهِي، ڪمپيوٽر تي سموري مواد تي آخري نظر وڌي ۽ سندس صلاحن جي روشنيءَ ۾ ڪي ضروري درستيون ڪري سگهياسين.

اُميد ٿي ڪريان تہ سڄڻ هن جلد کيٌ بہ پسند ڪندا ۽ پنهنجي سُهڻين صلاحن سان نوازيندا.

_ **پروفيسر ڊاڪٽر فهميده حسين**

# اَڪيون پيرَ ڪري...

سائين محمد ابراهيم جويي کي جڏهن سنڌي ادبي بورڊ جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو هو ته اُن وقت جي سيڪريٽري غلام رباني آگري، ڪيس، سيڪريٽري هائوس جي باغيچي (Lawn) ۾ هڪ مختصر آجياڻو ڏنو هو. جنهن ۾ ٿورائي اديب گهُرايا ويا هئا ۽ بيا ادبي بورڊ جا ملازم هئا، ان آجياڻي ۾ خوش قسمتيءَ سان آءٌ به موجود هئس. جويي صاحب پنهنجي تقرير ۾ چيو هو:

> ”هي ادارو اسان جي وڏن، سنڌ جي محب وطن عالمن، سائين جي. ايم. سيد، ميران محمد شاهه وغيره جو قائم ڪيل آهي، مون هتي هڪ وڏي عرصي تائين سيڪريٽريءَ ۽ ادبي بورڊ جي هڪ ادنيٰ خادم جي حيثيت ۾ ڪم ڪيو آهي، ۽ اڄ جڏهن مون کي چيئرمئن مقرر ڪري سنڌي ادبي بورڊ جي خدمت لاءِ موڪليو ويو آهي ته منهنجي زبان تي لطيف سائينءَ جي وائيءَ جي هيءَ سٽ تري آئي:
>
> ’اکيون پيرَ ڪري، وڃجي، وو وڃجي!‘“

سو منهنجيءَ نظر ۾ ’سنڌي ادبي بورڊ‘ ۽ ’سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ‘، سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جا ٻه اهڙا اهم ادارا آهن، جتي واقعي ’اکيون پيرَ ڪري، وڃجي، وو وڃجي‘ وارو فقرو صادر اچي ٿو. آءٌ به پاڻ کي سچ پچ وڏو ڀاڳوند سمجهان ٿو جو مون کي ’سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ‘ جي خدمت ڪرڻ جو ٻه ڀيرا موقعو مليو آهي: هڪ 27 سيپٽمبر 1997ع کان 3 نومبر 2002ع تائين ۽ ٻيو 10 نومبر 2008ع کان اڄ تائين.

مون جيتوڻيڪ ٻين چيئرمئنن سان پڻ ڪم ڪيو آهي، پر ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين سان گڏ ڪم ڪندي، مون هميشه هن اداري لاءِ سائين محمد ابراهيم جويي واري ئي ڪيفيت محسوس پئي ڪئي آهي. ڊاڪٽر الانا صاحب جهڙو سخت ائڊمنسٽريٽر، وقت ۽ اصولن جو پابند ماڻهو مون اڄ تائين نه ڏٺو آهي. هُو ڪم ۾ ٿورڙي به ڪوتاهي برداشت نه ڪندو آهي، پر معياري ڪم جي ساراهه دل جي گهراين ۽ سچاين سان ڪندو آهي ۽ اُن ۾ هو سوئيپر کان وٺي سيڪريٽريءَ تائين ڪو فرق نه ڪندو آهي. وٽس معيارُ، عهدو نه، پر ڪم ئي هوندو آهي، ۽ هو ڪم واري جو ’يارُ‘ هوندو آهي.

اڄ جڏهن اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو ڇهون جُلد ڇپائيءَ لاءِ وڃي رهيو آهي ۽ اُن جو انتساب، سنڌي ٻوليءَ جي ٻن عاشقن: ڊاڪٽر الانا صاحب ۽ سراج صاحب ڏانهن ڪيو ويو آهي ته مون کي ڊاڪٽر الانا صاحب سان گڏجي ڪم ڪرڻ ۽ خاص ڪري ’انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا‘ لاءِ گڏجي پيار جي پورهئي

ڪرڻ واريون گهڙيون ياد اچي رهيون آهن. تہ ڪيئن نہ اسان ڪَکُ ڪَکُ ميڙي آکيري جوڙڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ۽ ڪيئن اسان جي وئي پُڄاڻان، ان جوڙيل آکيري جا ڪکَ ۽ تيليون ڏار ڏار ڪري، آکيرو ئي اُجاڙ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي.

سنڌيءَ ۾ انسائيڪلوپيڊيا تيار ڪرڻ جي اسڪيم تہ 1950ع ڌاري سنڌي ادبي بورڊ جي نئين تشڪيل ڪان پوءِ، بورڊ جي مستقل رٿيل پروگرامن ۾ شامل هئي، پر جڏهن 1991ع ۾، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو قيام عمل ۾ آيو هو تہ ان جي باني چيئرمئن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب پڻ هيءَ اسڪيم اٿارٽيءَ جي پروگرامن ۾ شامل ڪئي هئي.

رڪارڊ ڏسڻ سان خبر پوي ٿي تہ هن اسڪيم جو عملي خاڪو، سڀ ڪان پهرين، ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب، 1992ع ۾، جڏهن هو سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري ۾ 'نان فارمل اينڊ ڊسٽنس ايجيوڪيشن چيئر' جو ڊائريڪٽر هو عبدالحميد آخوند صاحب جي تجويز تي، مشهور اسڪالر محترم الهرڪئي ٻٽ ۽ نامور اديب محترم ولي رام ولڀ جي مدد سان هڪ مهيني اندر تيار ڪري ورتو هو. پر افسوس جو اُن خاڪي تي عمل نہ ٿي سگهيو هو ۽ الانا صاحب جي آرزو ۽ خوابَ تعبير نہ ماڻي سگهيا هئا.

اهڙيءَ طرح سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، ڊاڪٽر نواز علي شوق جي دور ۾، 26 آڪٽوبر 1994ع واري (بورڊ آف گورنرس جي) گڏجاڻيءَ دوران، سنڌ جي سدا بهار شاعر ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ پڻ هڪ خاڪو پيش ڪيو هو، جنهن کي بحث مباحثي ڪان پوءِ، موضوع وار ترتيب ۽ جوڙجڪ ڏئي، مختلف ماهرن کي مختلف موضوعن تي مواد لکڻ لاءِ ڏنو ويو هو؛ پر سواءِ نوجوان اديب، ممتاز بخاريءَ جي، ٻئي ڪنهن ماهر هن سلسلي ۾ ڪو بہ ڪم نہ ڪيو هو ۽ اها رٿا بہ وري سردخاني ۾ هلي وئي هئي.

جڏهن 22 جولاءِ 1998ع تي ڊاڪٽر غلام علي الانا، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي چيئرمئن طور چارج سنڀالي تہ پهرئين ئي ڏينهن (خوش قسمتيءَ سان ان وقت آءٌ سيڪريٽري هئس) مون سان، ڊاڪٽر الانا صاحب پنهنجي دل ۾ سالن ڪان سانديل خواهش ۽ تمنا ظاهر ڪئي ۽ اٿارٽيءَ ۾ انسائيڪلوپيڊيا بابت ٿيل پيش رفت جا سمورا ڪاغذ، 23 جولاءِ تي، صبح سوير سندس آڏو پيش ڪرڻ جي هدايت ڪئي- ۽ ائين، ڊاڪٽر الانا صاحب پنهنجي ٽينيوئر جي ٻئي ڏينهن ڪان ئي هن اهم ڪم لاءِ 'ريسرچ سيل' ۾ ڪارڪن مقرر ڪري، ڪم جي شروعات ڪرائي ڇڏي. ترت ئي ناميارَي استاد ۽ عالم شيخ محمد اسماعيل کي پراجيڪٽ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو تہ ڪم کي چار چنڊ لڳي ويا. اهڙيءَ ريت صبح شام ڪارڪنن جي مسلسل محنت، مختلف ايڊيٽرن جي ايڊيٽنگ ۽ منهنجي ۽ ڊاڪٽر غلام علي الانا جي آخري نظرثانيءَ ڪان پوءِ، پهريون جلد مرحوم شيخ محمد اسماعيل صاحب جي زندگيءَ ۾ ئي الف ڪان پ تائين تيار ڪرائي، ڇپائيءَ لاءِ هيرالڊ پريس ڪراچيءَ کي ڏنو ويو، جتي آخوند صاحب ٻن هزار ڪاپين جي اعزازي ڇپائي ڪرائي ڏئي ڏني. ان وچ ۾ ڊاڪٽر الانا صاحب ۽ منهنجو مُدو پورو ٿي ويو، ۽ اڳتي هلي شيخ صاحب بہ اداري کي الوداع ڪري ويو، ۽ بعد ۾ گذاري بہ ويو، ۽ اشاعت لاءِ ويل انسائيڪلوپيڊيا جو مسودو نہ رڳو ڇپائيءَ ڪان روڪرايو ويو، پر ڪنهن نامعلوم 'گنج شهيدان' جي حوالي پڻ ٿي ويو.

ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب ۽ اسان جو اهو پورهيو، تڏهن ئي تعبير ماڻي سگهيو، جڏهن ڊاڪٽر فهميده حسين، 2008ع ۾، اٿارٽيءَ جي چيئرپرسن ٿي آئي. اها ڊاڪٽر الانا صاحب جي ئي خواهش ۽ تجويز هئي تہ آءٌ هن اداري ۾ ٻيهر سيڪريٽري ٿي اچان، ۽ جڏهن ڊاڪٽر فهميده حسين صاحبہ مون کي اهڙي آڇ ڪئي تہ مون پنهنجن ٻن محسنن: ڊاڪٽر الانا صاحب جي آشيرواد ۽ سراج صاحب جي همت افزائيءَ سان هن اداري ۾ چيئرپرسن طور آيل پنهنجي وڏي ڀيڻ ڊاڪٽر فهميده حسين جي حڪم تي 'اکيون پيرَ ڪري' هن اداري ۾ قدم رکيو.

اڄ مون کي بيحد خوشي آهي تہ ان 'گنج شهيدان' مان انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو مسخ ٿيل مسودو ڪڍي، انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا سيل جي ڪارڪنن جي صبح شام واري بي لوث محنت سان، ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين جي محبت ۽ محنت واري نظر مان نڪتل، پراڻو ۽ نئون مواد ملائي، نئين سراُن جي سهيڙ ۽ ترتيب ڏني وئي، ۽ 2009ع کان 2011ع تائين ٽن سالن اندر انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جا ٽي جلد تيار ٿي، ڇپجي، سڄيءَ سنڌ ۾ وڏي مقبوليت ۽ مڃتا ماڻي چڪا آهن ۽ چوٿين سال (2012ع) جي پهرئين مهيني، جنوريءَ ۾ چوٿون جلد پڻ اشاعت لاءِ وڃي چڪو آهي.

پهرئين جلد کان وٺي چوٿين جلد تائين، اسان کي سائين محمد ابراهيم جويي ۽ ڊاڪٽر الانا صاحب جي هر وقت مشاورت جو شرف حاصل رهيو آهي، ۽ ڊاڪٽر الانا صاحب تہ انسائيڪلوپيڊيا سيل ۾ اسان جي ڪارڪنن سان گڏ ويهي، هن چوٿين جلد جون اڪثر داخلائون نظر مان بہ ڪڍيون آهن، ۽ اسان کي بيحد مفيد مشورا ڏنا آهن. نتيجي طور سڄيءَ سنڌ مان آيل/ ڇپيل تنقيدي ۽ تعريفي راين ۽ خطن جي روشنيءَ ۾، اسان وڌيڪ اُتساهہ حاصل ڪري، ڪوشش ڪئي آهي تہ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو هر جلد، اڳ کان وڌيڪ معياري هجي.

ڊاڪٽر الانا صاحب، پنهنجي دور ۾ 'انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا' جا ٽي جلد منظور ڪرايا هئا. خوش قسمتيءَ سان اُنهن ٽن جلدن ڪي موجود انتظاميہ پنجن جلدن تائين وڌائي آئي آهي. ۽ وڌيڪ ڏهن جلدن جي نظرثاني ٿيل PC-I بہ منظور ڪرائي ورتي آهي. ۽ هيءَ ڪم باقاعدي انسائيڪلوپيڊيا سيل قائم ڪري، صبح شام ويهارو ڪارڪنن ۽ پراجيڪٽ ڊائريڪٽر محترم عثمان ميمڻ جي نگرانيءَ ۾ تيزيءَ سان ٿي رهيو آهي.

اسان کي سڄيءَ سنڌ مان سهڪاري دوست ملندا رهن ٿا. مهربان عالم ايڊيٽر صاحب تيار ٿيل مواد جي ڇنڊڇاڻ ڪندا رهن ٿا. ۽ هر جلد ۾ مڪمل ۽ معياري مواد شامل ڪرڻ جي ڪوشش جاري آهي.

حڪومت سنڌ ۽ اُن جي ثقافت کاتي جي مدد سان هن تاريخي ڪم کي، سنڌ واسين جي خدمت ۾، پيش ڪندي اسان کي جيڪا سرهائي حاصل ٿي رهي آهي، اُن جو احساس اُنهن ماڻهن کي ئي ٿي سگهي ٿو جيڪي محبت جي پورهئي جي ڪاميابيءَ ۾ يقين رکن ٿا.

هن ڪم لاءِ سچ پچ انسائيڪلوپيڊيا سيل جو پراجيڪٽر ڊائريڪٽر ۽ سندس سموري لائق ٽيم جَس جي حقدار آهي (جنهن ۾ گرافڪس ڊزائينر، ڪمپيوٽر آپريٽر، ريسرچ فيلو، ڊيٽا ڪليڪٽر ۽ نائب قاصدَ اچي وڃن ٿا)، جن جي مدد ۽ محنت کان سواءِ، هي تاريخي ۽ شاهڪار ڪم مڪمل ٿيڻ مشڪل هو.

حيدرآباد، سنڌ
24 جنوري 2012

- تاج جويو

# اِنسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا

جلد چوٿون (ج - خ)

| عنوان | صفحو نمبر |
| --- | --- |



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

# ڄ

**ڄاتي:** هيءَ ڪئنچي نما هڪ لوهي اوزار آهي، جنهن کي ’ڪاتر‘ بہ چيو وڃي ٿو، جيڪو مال جي اُن ڪترڻ جي ڪم ايندو آهي. هن ڪئنچيءَ جا ٻہ حصا هوندا آهن، جيڪي هڪ ننڍڙي ڪليءَ ذريعي پاڻ ۾ ڳنڍيل هوندا آهن، جڏهن تہ هيءَ عام ڪئنچيءَ کان ٿوري مختلف هوندي آهي، جنهن جا الڳ حصا نہ ٿيندا آهن،



پر اُها وچ مان مُڙيل ٿيندي آهي ۽ اُن جا ٻئي ڇيڙا پاڻ ۾ هڪٻئي جي



آمهون سامهون هوندا آهن، جن جي مٿان زور ڏئي، هن اوزار کي ڪئنچيءَ وانگر ڪم آندو ويندو آهي. هيءُ اوزار هڪ فوٽ کن جو ٿيندو آهي، جنهن سان رِڍن ۽ ٻڪرين جي اُن لاٿي ويندي آهي.

**ڄاڄُوها**: ڄاڄُوها سنڌي ذات آهي، جيڪي پاڻ کي ’ڄنجوعن‘ سان لاڳاپيل ڄاڻائين ٿا. ڄاڄُوها، اڳ ۾ سرائيڪي زبان ڳالهائيندا هئا، پر هاڻي هنن جي اڪثريت سنڌي ڳالهائي ٿي. سنڌ ۾ قاضي احمد لنڪ روڊ سان لڳولڳ سنڌن ڪجهہ گهر آباد آهن، ٻئي هنڌ هن ذات جي ماڻهن بابت ڪا ڄاڻ نہ ٿي ملي.

**ڄاڄاڻي رميش روچيرام** (اداڪار): رميش ڄاڄاڻي، سنڌي رنگ منچ/ اسٽيج جو سداحيات اداڪار ٿي گذريو آهي. سندس جنم 04 آگسٽ 1929ع



تي خيرپورميرس، سنڌ ۾ ٿيو. هن اسٽيج ڪلا کي بُلنديئن تي پهچايو. سندس ڊائريڪشن ۾ پيش ٿيل ناٽڪ ڏسندڙ وڏي تعداد ۾ ٽڪيٽون خريد ڪري ڏسڻ ايندا هئا. هن سنڌي ناٽڪن جا فيسٽيول منعقد ڪري، سنڌي ناٽڪن کي عوام ۾ وڏي مقبوليت ڏياري. سندس تعليم انٽر آرٽس هئي. پارت لڏي وڃڻ کان پوءِ هن نيشنل اسڪول آف ڊراما (دهليءَ) مان ٽن سالن جو ڪورس بہ ڪيو هو ۽ ان بعد سنڌي ناٽڪن جي هدايتڪاريءَ ۽ اداڪاريءَ ۾ وڏو نالو ڪڍيائين. هن 50 کن ايڪانڪي ناٽڪن (One act Plays) ۽ ٽہ فصلن ناٽڪن (Three act plays) ۾ هدايتڪاري ۽ اداڪاري ڪئي آهي. رميش ڄاڄاڻيءَ، سنڌي فلمن ’سنڌُو ڪناري‘ ۽ ’هل تہ پڄي هلون‘ ۾ اداڪار طور ڪم ڪرڻ سان گڏ ڪجهہ هندي فلمن ۽ ٽي. وي سيريلن ۾ بہ ڪم ڪيو آهي.

**ڄار** (ڪبڙ: Tooth Brush Tree/ Salvadora oleoides): ڄار سنڌ ۾ ٿيندڙ هڪ عام وڻ آهي، جنهن کي ڪبڙ بہ چئبو آهي. هيءُ وڻ سنڌ جي ساموندي علائقن، بدين، ٺٽي کان سواءِ ميرپورخاص، ٿرپارڪر، ڪاڇي ۽ ٻين علائقن ۾ بہ ٿئي ٿو. ڄار پاڪستان جي ٻين پاڳن: ديري غازي خان، ديري اسماعيل خان، بهاول پور، تونسا ۽ لسٻيلي ۾ بہ وڏي مقدار ۾ ٿئي ٿي. هيءُ وڻ هندستان، آفريڪا ۽ ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ بہ ٿيندو آهي. هند ۾ هن کي جهاڪ ۽ جل بہ چوندا آهن. ڄار مان انيڪ فائدا آهن. ڄار جون ٽاريون پٽي ماڻهو ڏندڻ طور ڪم آڻيندا آهن. هن وڻ جي ميوي کي ’پيُرون‘ چوندا آهن (ڏسو: پيرون، جلد ٽيون). جڏهن تہ ڄار جا پَنَ ٻاڪرو مال ۽ اُٺ شوق سان کائيندا آهن. ڄار جو وڻ ڪارباندائِ آڪسائيڊ جو وڏو حصو جذب ڪري، آڪسيجن خارج ڪندو آهي. ڄار جو هڪ وڻ روزانو 60 کان 80 گيلن پاڻي زمين مان فضا ۾ موڪلي، ماحول کي صاف ۽ خوشگوار بنائيندو آهي.



هيءُ وڻ ڪلراٺِي زمين مان لوڻيات ختم ڪرڻ ۾ بہ ڪردار ادا ڪري ٿو. ڄار ۾ ڪنهن بہ قسم جو ڪنڊو نہ ٿيندو آهي. هيءُ وڻ خوبصورت ۽ گهاٽو ٿيندو آهي. ڄار جي وڻ ۾ اڇا، واڱڻائي ۽ ڳاڙهي رنگ جا پيرون ٿيندا آهن، جن ۾ تمام گهڻو ميٺاج ٿيندو آهي. حڪيمن چواڻي: ڄار جي وڻ ۾ 15 کان 35 سيڪڙو معدنيات شامل هوندي آهي. ڄار جي پنن، گؤنچن، ڇوڏن ۽ پاڙن مان ڪيترين بيمارين جا نسخا ٺاهيا وڃن ٿا. خاص ڪري نمونيا ۽ جسم جي مختلف هنڌن تي سُور جي حالت ۾ ڄار جا پن گرم ڪري، ٽاڪور ڪبي آهي تہ سُور گهٽجي ويندو آهي. ٻهراڙيءَ جا ماڻهو ڄار جي سنهين ٽارين ۽ پاڙ کي ڏندڻ طور ڪم آڻيندا آهن. حڪيمن چواڻي ڄار جو ڏندڻ وات ۽ مهارن جي بيمارين لاءِ مفيد آهي. سائنسي تحقيق موجب ڄار جي ڏندڻ سان ڏند مضبوط ۽ چمڪدار ٿين ٿا. اهو ئي سبب آهي، جو اڄڪلهہ ڄار مان ٽُوٿ پيسٽ بہ ٺاهي وڃي ٿي. ڄار جي ٻج مان صابڻ تيار ڪيو وڃي ٿو.

چار جو وڻ ساموندي کاري پاڻيءَ کي اڳتي وڌڻ کان روڪي ٿو. خشڪساليءَ ۽ لوٽيات کي برداشت ڪري ٿو. چار جو وڻ اڄڪلهه ساموندي علائقي مان تيزيءَ سان ختم ٿي رهيو آهي. لاڙ جا ماڻهو بُک ۽ بدحاليءَ سبب چار جا وڻَ وڍي پيٽ گذر ڪن ٿا. چار جي ختم ٿيڻ سان ماحول تي وڏو اثر پئجي رهيو آهي ۽ سمنڊ جو کارو پاڻي تيزيءَ سان اڳتي وڌي رهيو آهي.

**چارُ**: چار وسيلي مهاڻا مڇي مارينداآهن. چار کي 'جارو' ۽ 'رڇ' به چئبو آهي. چارُ، ڊونڊيءَ يا هُڙهئي تي بيهي پاڻيءَ ۾ اڇلائبو آهي. اُن جي هيٺين گول رانوَن ۾ لوهي ڇلا پيل هوندا آهن. ملاح مڇيءَ جي سير ڏسي، پوءِ اُن مٿان چار اُڇليندا آهن ۽ اُن کي ڇڪي ڪنهن ڪوپال يا ڪناري سان سوڙهو ڪندا آهن. پوءِ اُتي چار بيهاري، اُن جي مٿان ڪِيرن ۾ پُراڻا ۽ نوان چارَ،



چار (مڇي ڦاسائڻ جو ٽڪسات)

پاڻيءَ کان ٽي چار فوٽ مٿي ڪري ٻَڌندا آهن. اهڙيءَ ريت هيٺينءَ چار (جنهن کي مهاڻا 'پترا' چوندا آهن) جي مٿان گودا ٺاهيندا آهن. جن ۾ مڇي ٽپ ڏئي وڃي ڦاسندي آهي. جيڪو چار مهاڻا ٻيڙيءَ تي چڙهي هٿن سان پاڻيءَ ۾ اُڇلائيندا آهن، اُن کي 'سِر چار' چوندا آهن. چار، خانن ۽ اکن (Meshes) جو اُڻيل هڪ سلسلو ٿيندو آهي، جنهن جي هر هڪ اکي ۾ چار پاسا (legs) ۽ چار ڳنڍيون ٿينديون آهن، ۽ ائين اهو سلسلو ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ ڪيترن والن تائين هليو ويندو آهي. اکا (Meshes) تمام ننڍا به ٿين، جن ۾ سنهي مڇي مارينداآهن، ۽ اکا وڏا به ٿين، جن ۾ ساموندي توڙي درياهي مڇي ماري ويندي آهي. ڪن حالتن ۾ چار پکين کي ڦاسڻ لاءِ به ڪم آڻبو آهي. سنڌ توڙي دنيا ۾ چارن جا سوين قسم آهن. چار ٺاهڻ وقت اهو خيال رکبو آهي ته اُن ۾ مڇين ڦاسائڻ جي وڌ ۾ وڌ صلاحيت هجي ۽ استعمال ڪرڻ ۾ آسان هجي ۽ اُن کي گهٽ ۾ گهٽ ماڻهو استعال ڪن ته جيئن افرادي قوت بچي سگهي. اڳي چار سُٽ جي ڌاڳن مان ٺاهيندا هئا، پر هاڻي ڪيميائي تندن يا ريشن (Fibres) مان به ٺهن ٿا، جيڪي مختلف ٿولهه جا ٿيندا آهن.

چار ۾ اهڙا تندا ۽ ڌاڳا (fibres) استعمال ڪيا ويندا آهن، جن جي ٿولهه ڊگهائيءَ کان تمام گهڻي گهٽ هوندي آهي. تندي جي ٿولهه کي 'ڊِينئر' (Denier) چون. ڊينئر ڪنهن تار جو گرامن ۾ وزن آهي. مثال طور: نائلون جي ٿولهه 210 ڊينئر ۽ ان ۾ شامل 15 تندون، جنهنڪري ان کي 15/210 ڊينئر چئبو آهي. اڄڪلهه نائيلوني ڌاڳا پنجن قسمن جا ملن ٿا:

1) نوان جوڙيل ڌاڳا (Regenerated Fibres): جن ۾ ريان (Rayon) ۽ ڪپرا (Kupra) شامل آهن.
2) نيم مصنوعي ڌاڳا (Semi-Synthetic Fibres): جن ۾ ايسيٽيٽ (Acetate) ۽ ايسي ٽيٽ آڪسائيڊ (Acetate Oxide) اچي وڃن ٿا.
3) مصنوعي ڌاڳا (Synthetic Fibers): جن ۾ نائلون (Nylon)، ويناڻلون (vinylon)، سارن (saran)، ٽيويرون، هائيزيڪس (Hizex) ۽ پائلين (Pylon) وغيره اچي وڃن ٿا.
4) غير نامياتي ڌاڳا (Inorganic Fibers).
5) قدرتي ڌاڳا (Natural Fibers).

تندن يا ڌاڳن جا پهريان چار قسم مصنوعي ۽ ڪيميائي عنصرن مان جوڙيا وڃن ٿا، جڏهن ته پنجون قسم قدرتي عنصرن جهڙوڪ: سڻ، ڪپهه ۽ اڪ جي ڪَل وغيره مان ٺاهيو وڃي ٿو.

مڇي مارڻ لاءِ مهاڻا جيڪي چار ڪم آڻيندا آهن، سي ڪيترن قسمن جا ٿين ٿا. مڇي مارڻ لاءِ ڪئنالن ۾ جيڪو چار وجهندا آهن، تنهن کي 'پَٽو' چوندا آهن. ڪئنال يا واهه ۾ وچ تي هڪ ٻه ڪيرا (ڊگها ڪلا) کوڙي چار جو هڪ پاسو واهه جي ڪناري جي هڪ پاسي ۽ ٻيو ٻئي پاسي ڪِيرن ۾ ٻڌندا آهن. چار جو هيٺيون پاسو، جنهن طرف پاڻيءَ جو وهڪرو هوندو، ان طرف زمين تي وڇائي ڇڏيندا آهن. ٿوري عرصي کان پوءِ هيٺينءَ راڻءِ کي ڇڪ ڏيندا آهن ته مڇي چار جي وچ ۾ ڦاسي پوندي آهي ۽ پوءِ اها ڪيڏي ڪناري تي اُڇليندا ويندا آهن. چار ڇڪڻ واري هن عمل کي 'مُٽ ڏيڻ' چوندا آهن.

مڇي مارڻ لاءِ مهاڻا هيٺيان چار ڪم آڻيندا آهن:

**ڇاهو چار (Cast Net)**: هيءَ چار مٺي توڙي کاري پاڻيءَ ۾ مڇين ڦاسائڻ جي ڪم اچي ٿو. هن کي درياهه ۽ سمنڊ جي ڪنارن تي مهاڻا استعمال ڪندا آهن. هن جي شڪل گول گهنٽي وانگر ڇٽيءَ جهڙي، ٽڪنڊي يا



مخروطي ٿيندي آهي. سنڌ جي ساموندي ڪنارن تي گهڻو ڪري چار مخروطي شڪل ۾ ٺاهيو ويندو آهي. چار جي ڪنارن تي هيٺان ڪيسا يا گودا ٺهيل هوندا آهن. ان کان ٿورو هيٺ مناسب فاصلي تي شيهي جو وزن رکيو ويندو آهي. چار مختلف هنڌن تي مختلف ماپن جا ٿيندا آهن. چار جي اکن جي ماپ ڏيڍ کان اڍائي انچن تائين ٿيندي آهي. هن چار کي مهاڻا ڪناري

يا ٻيڙيءَ تان ٻيهي پاڻيءَ ۾ اهڙي نموني اڇلائيندا آهن، جو اهو پاڻيءَ جي سطح تي پکڙجي ويندو آهي. پوءِ مڇيءَ کي گهيري ۾ آڻي رسيون ڇڪيندا آهن ته مڇي ڦاسي پوندي آهي. هن چار کي سورو، پلڪو، پکو، پرڪو ۽ وهيرو به چوندا آهن.

**ڏانگهرو:** ڏانگهرو، ننڍي پاڻيءَ ۾ مڇي مارڻ جو چار آهي. هن وسيلي ملاح گهڻو ڪري درياهه جي ڪناري سان مڇي ماريندا آهن. ڏانگهري کي ٻنهي پاسن کان ڪاٺيون ٻڌندا آهن، جن ۾ هڪ همراهه هڪ پاسي بيهو ٻئي پاسي ڪاٺين ۾ هٿ وجهي، ڪنهن ڍُنڍي يا ڪناري وٽ ڏانگهرو ڦيرائيندا آهن.

**نڙو:** هيءَ چار 9 ڪان 10 فوٽ ڊگهو ۽ ويڪر ۾ اڍائي فوٽ ڪن ٿيندو آهي. نڙو ڪناري تي هڪ پاسي ٻَڌي ڇڏيندا آهن، يا اندر درياهه، ڍنڍ يا ڍُنڍي ۾ وجهندا آهن. ان ۾ لڪڙو يا ڪِيرو ڪوڙي هڪ پاسي اٽڪائبو آهي. باقي سڄي نڙي کي پاڻيءَ ۾ کولي ڇڏبو آهي. چار جي هن قسم ۾ پاڻيءَ جي مٿاڇري تي ڦرندڙ مڇي ڦاسندي آهي. اڳاٽي وقت ۾ نڙو، اَڪَ جي تاندورن مان ناهيندا هئا. هاڻي ريشمي ڌاڳي مان ناهيندا آهن. پلاسٽڪ جي ڌاڳن مان به ناهيو وڃي ٿو. هن چار جي ناهڻ لاءِ اڳي سڻ به رانوَ طور ڪم ايندو هو.

**ڳهائو:** ڳهائو وڏو چار آهي، جنهن ۾ جهوليون ٿينديون آهن. ڳهائو ڇڪبو رهبو آهي ۽ مڇي جهولين ۾ پوندي ويندي آهي. ڳهائي چار جي هيٺينءَ رانوَ ۾ لوهه لٽڪيل هوندو آهي. رانوَ ۾ لوهه جا ڇَلا وجهبا آهن. ڳهائو مضبوط قسم جو چار آهي.

**پنت:** هي چار ضرورت آهر هڪ سئو والن کان به مٿي ٿي سگهي ٿو. پنت مٿان ڏقا يا تنبيون ٻَڌل هونديون آهن، جيڪي چار جي مٿينءَ رانوَ کي مٿي جهلي بيهنديون آهن. پنت درياهه ۾ به وجهندا آهن ته ڍنڍن ۾ پڻ وجهبا آهن.

**چاري:** هيءَ چار، ننڍي پاڻيءَ ۾ مڇين کي مارڻ لاءِ گهمائبي رهبي آهي.

**ٻج جو رڇ:** ننڍي مڇي مارڻ جو هي چار تمام سنهو ٿيندو آهي، جنهن سان تلائن ۾ مڇين جو وڌل ٻج ڦاسائي، ننڍن ڍيمن ۾ وجهبو آهي ته جيئن اهو ٻج وڏي وڏي مڇي ٿئي.

**چانگهي سان مڇي مارڻ:** چانگهو اهو چار آهي، جيڪو ملاح پير ٻوڙ پاڻيءَ ۾ اُڇلائي، مڇيءَ کي تڙ ڪري، رانوَ ويڪربون ڪري، چاپولو ڪوڙي، ڪناري سان ويهندا آهن. چانگهيءَ ۾ پاءَ ڪان اڌ سير جيتري مڇي ڦاسائي ويندي آهي.

**چِت:** اوائلي دؤر ۾ ڏڦي مثل لوهه جي چِتِ سان مڇي ماري ويندي هئي، جنهن ۾ ڪاٺ جو چار پنج فوٽ ڳِن هوندو هو. مڇي ٿورا پُنا ٻاهر ڪڍندي هئي ته اُن کي چِت هڻندا هئا. چِت سان وڏيون مڇيون به ماري سگهندا هئا. چِت چار يا رڇ کان اڳي جي ايجاد آهي. لوهه جي ٻهرين دؤر ۾ ڪم آندي وئي هوندي. ان ڪان اڳي مڇيءَ جو شڪار پٿرن جي اوزارن سان به ڪندا هئا.

**پاڪو:** پاڪو، چار جو قسم آهي. هن چار جا اکا وڏا ٿيندا آهن، جيڪي خاص ڪري وڏيءَ مڇيءَ ڦاسائڻ لاءِ هوندا آهن. چار ناهڻ لاءِ ملاحن وٽ ڪاٺ جون پٽيون ماپن تي ٺهيل هونديون آهن. هڪ انچ کان وٺي ٽن انچن جي ماپ جي اکي وارو چار ناهي سگهبو آهي. اکو ماپ ۾ هڪ جيڏو ٿيندو آهي.

**مُٺ وارو رڇ:** اڳي ٻئراج يا چندڻ ۾ پٽا لڳائيندا هئا، تن کي مُٺ وارو چار چوندا آهن، چو ته مٺ ڏيڻ سان چار جي ور ۾ مڇي ڦاسندي هئي. چار کي ٿورو مٿي ڪٽي مڇي ڪڍي وٺندا هئا.

**نڙي:** هيءَ سنهي پٽيءَ وارو رڇ ٿيندو آهي ۽ مٿي ترندڙ مڇيءَ کي جهَٽي وٺندو آهي. هن ۾ سَرجون ٿيليون مٿينءَ رانوَ ۾ وجهندا آهن. مڇي پاسو ڏئي نڙيءَ ۾ لڳندي ته چار ۾ ڦاسي پوندي آهي.

**اوجهاٽي:** اوجهاٽي درياهه جو ڊگهو چار آهي. اوجهاٽي جو چار پلن مارڻ ۾ گهڻو مددگار ٿئي ٿو هن چار ۾ اڳ تنبيون مٿينءَ رانوَ ۾ ٻَڌل هونديون هيون. هاڻي پلاسٽڪ جا ڏقا ٻڌندا آهن. اوجهاٽيون ڊونڊين يا ٻَتيلن تي ڪٽي درياهه ۾



وجهندا آهن ۽ وري ڇڪي به ٻيڙين ۽ ٻتيلن تي ڪڍندا آهن. اوجهاٽيءَ ۾ هڪ ٽي دس ۾ سوين پلا ڦاسندا آهن.

**چارو:** هيءَ گول چار آهي. مٿي ڊونڊيءَ يا هڙهئي ٿي ٻيهي پاڻيءَ ۾ اڇلبو آهي. هيٺين گول رانوءَ ۾ لوها ڇلا پيل اٿس. اڪثر ڪري ملاح مڇيءَ جي سير ڏسي ان مٿان اڇليندا آهن.

**پٽرو:** وڏين ڍنڍن ۾ سنها ڪاٺ ڪوڙي، انهن ۾ هڪ وڏو چار ٻَڌي، هڪ جهولي ناهبي آهي، جيڪا گول هوندي آهي. پوءِ ملاح ننڍين ٻيڙين يا هوڙهن تي چڙهي، ٻيڙيءَ جي چوڌاري ڦِرندا ۽ ٿالهيون وَجائيندا، ڌاڙ ڌاڙ ڪندا، پٽري جي ويجهو ايندا رهندا آهن. ٿالهين جي ڌاڙ ڌاڙ تي مڇيون ٽَهنديون، پُنتي هَنَنديون آهن ۽ پٽري ڏانهن ڊوڪينديون آهن. تان جو پٽري واري جهوليءَ ۾ ڦاسي پونديون آهن. هيءُ نمونو قديم آهي. ڪلري، بگهاڙ فيبدر ڪان اڳ، ڪينجهر ڍنڍ مان پٽري وسيلي مڇي ماري ويندي هئي، پر هاڻي پاڻيءَ جي اونهائيءَ سبب اهو نمونو ڪم نٿو اچي.

**اوجهڻ:** هي نڙي وانگر هڪ رڇ ٿيندو آهي، جنهن جي هڪڙي چيڙي تي تنبُو ۽ ٻئي چيڙي تي ننڍو ٻتيلو ٻڌل هوندو آهي. هن کي ڊگهو ڪري درياهه ۾ اُڇلائيندا آهن، جنهن ۾ هيٺ زمين تان ايندڙ مڇي ڦاسي پوندي آهي.

**سنڌور:** مڇي مارڻ جو هيءُ تمام قديم طريقو آهي. هڪ ڊگهي چڙهه جي چيڙي ۾ چاريءَ جي ڳوٽري ٻَڌل هوندي آهي، جا ڪانٽي وانگر هوندي آهي. هن جا پاسا پنج فوٽ ڊگها ٿيندا آهن. جي چاريءَ کي ڪليل رکندا آهن. مڇي ماريندڙ، ٿامي يا مٽيءَ جي مٽ تي پيٽ رکي 'لهوارو' ترندو، پاڻيءَ کي پيرن سان پوئتي ڌڪيندو ويندو آهي. چاريءَ کي عمودي هيٺ لاهيندو آهي ۽

رسيءَ کي ساڄي هٿ سان مضبوط جهليندو آهي. خاص طور هيءَ جار ٻَلي کي مارڻ لاءِ ڪم ايندو آهي. اوپارو ويندڙ پلو، اجا ڳُوٽريءَ سان ٽڪرندو ٿي نہ آهي، تہ ڳهاتو رسيءَ کي ڍرو ڪندو آهي. اڪ چنپ ۾ جار ڪُلي پوندو آهي ۽ وري بند ٿي ويندو آهي ۽ پلو ڦاسي پوندو آهي. پوءِ چڙهہ کي پاڻيءَ کان ٻاهر مٿي ڪڍي، پلي کي سوٽو هڻي، ٻي پهچ ڪري، مٽ ۾ وجهبو آهي. پلي مارڻ جو اهو عمل اڪ چنپ ۾ ٿي ويندو آهي.

**سيري:** هيءَ جار ڪُنبن يا وڏن ڍنڍن ۾ لاهيندا آهن. هيٺينءَ پاسي جي رانوَ کي لوهہ پيل هوندو آهي. درياهہ جي ڪنب يا ڍنڍن ۾ ڪاٺ ۽ ڏڙا هوندا آهن. جار چِڪڻ مهل جيڪڏهن ڏڙي يا ڪاٺ ۾ ڦاسندو آهي تہ ملاح (ٽوٻا) ٽُٻي هڻي پاڻيءَ ۾ اندر وڃي ڏڙي مان جار ڇڏائي اڳتي ڇڪيندا آهن. اٺين جار کي آهستي آهستي اڳتي ڇڪيندا هلندا آهن. ان ڪري ان جار کي 'سيريءَ جو جار' چئبو آهي.

**ٽُنب:** ٽنب، رڇ جو قسم آهي، جنهن ۾ ڍنڍ يا ڪنب ڪوپال ۾ رڇ وجهي، ڇڪي ڪناري جي ويجهو آڻي، مڇيءَ کي جهُڻ بند ڪبو آهي. ڳهاتُو هڪ پاسي پڻ ٺاهيندا آهن. جيڪو مڇي ٽپڪا ڏئي ٽپي ويندي آهي تہ پوءِ اُن جي مٿان جار جا ٽُڪر (پٽرا) اٽڪائيندا آهن. جن ۾ مڇي ڦاسي پوندي آهي.

**ڪُڙهي:** هي جار ڇهن پاون ۾، جيڪي گول ڪاٺ جي مَنڙ (ڪاٺ جي دائري دار ٽُڪري) سان هڪ ٻئي فاصلي تي ٻڌل هوندا آهن. ٽن جڻن فوٽن کان ڇهن ستن فوٽن وارا هي گول جار ڪڙهيءَ جي پاون جي اندران ٻڌل هوندا آهن. وچ ۾




نندي رڇ جو مارت (مارينڊڙ) پاون کي مٿئين پاسي جهليندو آهي، پوءِ گوڏي يا سٿر جيڏي پاڻيءَ ۾ ڪڙهي هڻندو هلندو آهي. مڇي ڪڙهيءَ کي لوڏيندي آهي تہ ماري ڪڙهي جو وچ ڪٽي ڦٽو ڪندو آهي، پوءِ ڪڙهيءَ جا پاوا گپ ۾ کوڙي، ڪڙهيءَ جي جاريءَ مٿان هٿ گهمائي ڏسندو آهي. جيڪڏهن هٿ کي مڇي لڳندي اٿس تہ ان کي وٺي کهَ ۾ وجهندو ويندو آهي.

**ڪُڙهہ:** وڏين ڪڙهين کي ڪُڙهہ چوندا آهن. اڳاٽي زماني ۾ ڪڙهہ سان ملاح ڪنارن سان پلا بہ ماريندا هئا. وڏي مڇي، نندي ڪڙهيءَ جا پاوا ڀڃي وجهندي آهي. ان ڪري وڏي مڇي مارڻ لاءِ 'ڪُڙهہ' ڪم آٽبا آهن. ڪڙهہ جي جاريءَ جا پاڪا ويڪرا هوندا آهن، اُن ڪري وڏي مڇي ڦاسي پوندي آهي.

**چاراهو:** چاراهو انهيءَ ٺڪر جي ٿانوَ کي سڏيو وڃي ٿو، جنهن ۾ ڪير جمائي ڏونئرو ٺاهبو آهي. ٺڪر جو هيءَ ٿانءُ پٽل يا ٿامي جي وڏن ٿالهن وانگر هوندو آهي. چاراهي ۾ ڪير جمائڻ سان ڏونئرو تمام مِٺو ۽ لذيذ ٿيندو آهي.

**چارڪي:** ضلعي ٽنڊي الهيار جي تعلقي چمبڙ جو هڪ ڳوٺ آهي. هن ڳوٺ ۾ بوزدار، آريسر، جسڪاڻي، سهتا، زرداري ۽ ٻيون ذاتيون رهن ٿيون. هتي چارڪي موري ۽ هڪ ننڍو بس اسٽاپ آهي.

**چاري:** چاري مهندسي (Geometrical) نموني سان ڪنهن پٿر جي سِر، ڌاتوءَ جي چادر يا تار يا ڪاٺ جي تختيءَ کي ڪنهن تکي اوزار سان ڪَپي ڪوري، مختلف شڪليون ڏئي، سجاوٽ ۽ هوا لاءِ ڳِرڪا ٺاهي جوڙي ويندي آهي. چاريون عمارتن جي سونهن ۾ اضافي سان گڏ هوا جي گذر جو ذريعو هونديون آهن. قديم عمارتن کان وٺي جديد عمارتي فن تائين چاري



عمارتسازيءَ ۾ پنهنجو خاص مقام رکي ٿي. سنڌ ۾ چاريءَ جا ڪيترائي نمونا ملن ٿا، جيئن: چنبيلي چاري، چوماسي چاري، ڇهہ ماسي چاري، اٺ ماسي چاري ۽ گلن واري چاري وغيره. اڳي ڪاريگر مختلف اوزان سان چاريون، ڪاٺ، پٿر يا پڪين سرن کي گهڙي ٺاهيندا هئا، پر هاڻي سيمينٽ، بجريءَ ۽ واريءَ کي هڪ خاص نسبت سان گڏائي ڪارب ذريعي چاريون ٺاهيون وڃن ٿيون.

ان ڪانسواءِ چاري سنهڙن سوراخن واري ڪپڙي يا ٻئي ڪنهن شيءِ جي بہ ٿيندي آهي، جيئن مڇرن لاءِ ڪپڙي جي چاري، درين تي لڳل لوهہ يا پلاسٽڪ مان ٺهيل چاريون وغيره.

**چاڙي** [1]: چاڙي، مٿي جي کوپڙيءَ جي هڏي سان لاڳاپيل مُنهن جي سامهون وارن هڏن جي ٻن پڙن تي ٻڌل هڪ هڏائون عضوو آهي. هڪ مٿيون پڙ، جنهن کي مٿين چاڙي (Maxilla) چئبو آهي. جڏهن تہ چاڙيءَ جي هيٺينءَ پڙ





کي هيٺين چاڙي (Mandible) چئبو آهي. جڏهن ٻار اجا ماءُ جي پيٽ ۾ ڪچو (Foetus) هوندو آهي تہ ان وقت قدرتي طور هي ٻئي پڙ الڳ ٺهڻ شروع ٿيندا آهن.

**(الف) جاڙيءَ جي بناوت (Structure of Jaw):**

**مٿين جاڙي (Maxilla):** جاڙيءَ جي هن حصي ۾ وات جو سامهون وارو حصو، تارون، اکين جي کوپن جو پوين حصو، نڪ جي سوراخن جو پويون حصو، منهن جي سوراخن جا هوادان (Frontal Sinus)، جيڪي لعابي پردن جي ذريعي نڪ جي سوراخن سان ڳنڍيل هوندا آهن، شامل هوندا آهن. ان کان سواءِ ڏندن جي مٿين ہَيٺيهيءَ جا لڳ ڀڳ سورنهن ڏند ۽ مٿيون مهارون به اُن ۾ اڄي وڃن ٿيون.




**هيٺين جاڙي Mandible:** کوپريءَ جي سيني هڏن ۾ هيٺين جاڙي هڪ واحد هڏو آهي. جيڪو هيڏي هوڏي ۽ هيٺ مٿي چري پري (هلي) سگهي ٿو. هيٺين جاڙي وري ٻن هڏن جو ڳانڍاپو آهي: يا کٽي ايئن چئجي ته ٻن هڏن ۾ ورهايل آهي. هڪ سڌو هڏو جيڪو کاڏيءَ کان وري ٻئي پاسي وري يا هليو/ وڃي وڃي ٿو جنهن ۾ کاڏي، هيٺين ہَيٺيهي جا پڻ لڳ ڀڳ سورنهن ڏند ۽ هيٺيون مهارون اڄي وڃن ٿيون. جاڙي هيٺين جاڙيءَ جو ٻيو اپو هڏو، جيڪو هيٺين جاڙيءَ جي کنڊ کان اپري مٿي مٿين جاڙيءَ ڏي کن جي پاڙ تائين وڃي ٿو.

هيٺين جاڙيءَ جو اپو هڏو اڳتي هلي مٿي (پچڙيءَ) چوٽيءَ وٽ ٻن حصن ۾ ورهائجي وڃي ٿو. هڪ حصي کي Candy lar Process چئجي ٿو ۽ ٻئي حصي کي Coronoid Process چئجي ٿو. ياد رهي ته جاڙي جي اپي هڏي جو هيءُ حصو Coronoid Process جاڙيءَ مشکن، رت نارين ۽ ٻنڌڻن سان واڳيل آهي. اهو ئي سبب آهي جو مشکن ۽ ٻنڌڻن جي کري هيٺين جاڙي هيڏي هوڏي يا هيٺ مٿي چري پري (هلي) سگهندي آهي.

**(ب) جاڙيءَ جو ڪم (Function of Jaws):** مٿين جاڙي (Maxilla) منهن جي ٻين عضون جي مددگار آهي: تنهن کري مٿين جاڙي ٻين عضون جو مددي ڪم ڏيئي ٿي. هيٺين جاڙي، جاڙيءَ جو اهو (حصو) پڙ آهي، جيڪو پنهنجي اپي هڏي جي هڪ حصي (Coronoid Process) جي مشکن ۽ ٻنڌڻن (Ligaments) سان لاڳاپيل هئڻ کري هيڏي هوڏي يا هيٺ مٿي چري پري سگهندو آهي، تنهن کري هيٺين جاڙي وات کولڻ ۽ بند ڪرڻ، کاڌي چباڙڻ جو ڪم ڏيئي ٿي.

**جاڙي[2]**: تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪوٽ جهوڙو، وارث جلال، حاجي پسند خان بروهي، عبدالرحيم بروهي ۽ ماستر صلاح الدين.

**جاڳري ٻير:** هي جابلو ٻير جو هڪ قسم آهي، جنهن کي 'جاڳرو ٻير' به چوندا آهن، چوته سنڌيءَ ۾ جبل کي ڇپر به چوندا آهن ۽ ڇپر جي نسبت سان هن ٻير کي ڇاپرو به سڏبو آهي. هن ٻير ۾ تمام گهڻا ڪنڊا ٿيندا آهن، جيڪي ننڍڙا ۽ ڪُنڍڙا ٿين ٿا، جنهنڪري ٻير پَٽيندڙن کي خيال ڪرڻو پوندو آهي، چو ته اُهي هٿن ۽ آڱرين ۾ چُبي پوندا آهن ۽ سخت سُور ڪندا آهن. هنن ڪنڊن کان ٻيرَ پَٽيندڙ ڪپڙا به بچائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. هن ٻير جا ٻير عام ٻيرن کان ننڍا ٿيندا آهن ۽ انهن جو رنگ، ڳهَرو ناسي (maroon) ۽ ڇهڄ ڳاڙهو به ٿيندو آهي. هن ٻير جو قد عام ٻيرن کان ننڍو ٿيندو آهي. جاڳري ٻير ٿر ۾ به ٿيندي آهي ۽ اُتي جبل واري ٻير کان وڌيڪ گهاٽي ٿيندي آهي. ٻيرن جي مُند ۾ عام ماڻهو ٻيرن جون ڇِپون ڀري، شهرن ۾ کپائڻ ايندا آهن. جاڳرا ٻير ڏاڍا مِٺا ۽ سوادي ٿيندا آهن.

**جاڳياري:** تعلقي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ملان چتو مبارڪ شاهه بغدادي، مزاري ڪولاچي، ارباب ڪلوڙ، وڏيا، ڏڪڻ، جمعو پتو ڪوڙو ٽگڙ، محمد حسين ٽگڙ ۽ مير بخش ڏاريجو.

**جام (ذات):** هڪ ذات جو نالو آهي. جام لفظ جو استعمال لقب طور 'سما' حڪمرانن جي دور ۾ ٿيو پر هيءُ لقب رکيو سما حڪمرانن لاءِ مخصوص ڪونهي. سما پراڻڪ انسائيڪلوپيڊيا جي ص 341-342 تي لکيل آهي ته سما، شري ڪرشن جي اولاد ۽ سندس گهر واريءَ جامبوتيءَ (جاميوتيءَ) جي پيٽان جاول آهن. هيءَ عورت جام باوان جي ڌيءَ هئي، جيڪو شري ڪرشن واري زماني ۾ ڪڇ ڪاٺياواڙ جو راجا هو. مختصر تاريخ سنڌ جو ليکڪ سيد محب الله شاهه جام لفظ بابت لکي ٿو ته، جام سنڌي ٻوليءَ ۾ پنهنجي قوم ۽ قبيلي جي سردار کي چئبو آهي، جيئن فارسيءَ ۾ 'بيگ' قوم جي سردار کي چئبو آهي. ڊاڪٽر غلام محمد لاکي سمن جي سلطنت بابت هڪ جامع ڪتاب لکيو آهي. ان ۾ 'جام' لفظ بابت لکي ٿو ته: بادشاهي وڃڻ بعد سماٽ جي مختلف ذاتين ۾ وڌيڪ تقسيم ٿي. اها سما ذات گهڻن قبيلن ۾ ورهايل هئي، جن جا سردار جام، ارباب، وڏيرا، جاموٽ وغيره لقب سان سڏبا هئا. پر حڪومت وڃڻ ڪانپوءِ ننڍن قبيلن جا مڪ سردار به جام سڏائڻ لڳا. جام لفظ کي سنڌي چوڻين، پهاڪن ۽ شعرن ۾ به ڪتب آندو ويو آهي. جيئن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ سنڌين جي اهڙي اوصاف ۽ خوبين واري لقب کي حضور صلي الله عليه وسلم لاءِ تمثيلي طور استعمال ڪيو آهي:

'جاپڻ وقت جام جي، ڪريا ڪوٽ ڪفار.'

يعني محمد صلي الله عليه وسلم جي جمڻ سان ئي ڪفر/ لادينيت جا ڪوٽ، قلعا ڀڄي پري پيا. اهو جام لقب، لفظ شاهه سائين، نبي سائين لاءِ تمثيلي طور استعمال ڪري سنڌي قوم جي ان لقب جي اهميت کي واضح ڪيو آهي.

**جام آري:** سنڌ جي تاريخ ۾ جام آريءَ جو ذڪر موجود آهي. شاهه لطيف پڻ سسئي پنهون جي داستان ۾ آري، آري جام، آرياڻي ۽ آريجن جو ذڪر ڪيترائي ڀيرا ڪم آندو آهي. مثال طور:

آن ڪي ويندا گڏيا، آرياڻي اِن پارا.
(سر آبري، داستان پهريون، وائي: 2)

آريءَ جو آتڻ ۾، پچنديس پاڻ پهاڪو.
(سر آبري، داستان چوٿون، وائي 2)

آءُ نه گڏي پرينءَ کي، ٿورا ڏينهَ ٿيا.
راتين روز ويا، عبث آريءَ جام ري.
(سر معذور، داستان ستون، بيت 1)

پر ٽوئنگ وارو آري جام ٻيو آهي. سنڌ بلوچستان ۾ آري جام جا آستانا يا مزارون ڪافي جاين تي آهن. آري پير جو هڪ آستانو يا مزار مول ڪان اتر طرف آهي. هڪ آستانو آنڌار جبل ۾ ان هنڌ آهي، جتي نئن سارونا آنڌار جبل مان ٻاهر نڪري ٿي. اڄڪلهه اتي ديرو ٻڌو ويو آهي. لاهوتي فقير اتي زيارت لاءِ پهچندا آهن. آري پير جي هڪ مزار لکي جبل جي اولهه ۾ ۽ جهانگارن کان ڏکڻ طرف آهي *(حوالو: تحفة الڪرام)*. ان کان سواءِ مشهور شهر سن کان ڏکڻ طرف ميل ڏيڍ پنڌ تي آري پير جي قبر موجود آهي.

**جام ابراهيم سمو:** هيءُ سما سلطنت جي درٻار جو اهم اميرٿي گذريو آهي. جڏهن جام نظام الدين سمو سنڌ جو حاڪم ٿيو ته هن سنڌ ۾ اڳوڻي نظام کي ختم ڪري بهتر نظام قائم ڪيو، جنهن سبب جام ابراهيم کي جلاوطن ڪيو ويو. غلام محمد لاکو پنهنجي ڪتاب 'سمن جي سلطنت' ۾ لکي ٿو ته: "جام سنجر کانپوءِ جام نظام الدين سمو سنڌ جو حاڪم ٿيو. جيڪو جام نندي جي نالي سان پڻ مشهور آهي. سندس ٻن پٽن جي ذڪر ۾ مولائي شيدائيءَ انهن جا نالا جام ابراهيم ۽ جام بايزيد لکيا آهن. ليڪن هي درست ڪونهي. جام ابراهيم سنڌ جي درٻار جو امير هو. سندس شاهي خاندان سان ڪو به واسطو نه هو جام نظام الدين (جام نندي) سنڌ جو بادشاهه ٿيڻ شرط هر طرح جي ابتري ختم ڪرڻ طرف ڌيان ڏنو جنهنڪري جام ابراهيم ملتان طرف جلاوطن ٿيو، جتي سلطان حسين لانگاهه کيس جاگيرون ۽ اهم عهدا ڏنا. ان جي باوجود جام نندي ۽ سلطان حسين لانگاهه ۾ سٺا تعلقات برقرار رهيا. سنڌ مان جلاوطن ٿيڻ بعد جام ابراهيم ملتان ۽ اُچ ۾ مدرسن جو بنياد رکي عالمن ۽ اديبن جي سرپرستي ڪئي. *(حوالو: سمن جي سلطنت- ڊاڪٽر غلام محمد لاکو)*

**جام اوٺو:** لاکي گوراڙي جي ائن پٽن مان هڪ جو نالو جام اوٺو هو هيءُ سنڌ جي سمن جي حڪومت جو بنياد وجهندڙ جام انڙ ۽ ڪڇ ۾ چاوڙن (چوڙا سما) جي نائب طور پنهنجو راڄ قائم ڪندڙ جام مهڙ جو ڀاءُ هو. جيڪو مهڙ ۽ مناهيءَ سان گڏ ڪڇ لڏي ويو هو. سندس نالو ڪڇ جي سورهيه سردار طور نمايان آهي.

**جام اوٺو جاڙيجو سمو:** لاکي ڦلاڻيءَ جي پائيتيي جام پونئري کان پوءِ ڪڇ ۾ جاڙيجن جو راڄ قائم ڪندڙ جام لاکي جو پوٽو جام اوٺو، ڪڇ جو راءِ ٿي گذريو آهي. هن جو مرڪز اجاپور ۾ هو جيڪو هن وقت ڀڄ شهر جي اتر ۾ آهي. لاکي جاڙيجي تائين سندس نسب نامو هن ريت آهي: جام اوٺو ولد رتو رائڌڻ ولد لاکو جاڙيجو. سندس پٽن جا نالا هن ريت آهن: جام ديدو (ڪنٿ ڪوٽ جو حاڪم)، جام گجڻ (باهاجو حاڪم)، ۽ جام هوٿي.

جام اوٺي کي ٽي پٽ: (1) ڳاهو عرف گوڙجي، (2) ڦُل ۽ (3) دل نالن سان ٿيا. جام اوٺي اٽڪل ويهن سالن تائين ڪڇ تي راڄ ڪيو. هن جي دور جون ٻه اهم ڳالهيون مشهور آهن. هڪ ته هن ٻهادر شوار نالي هڪ بندر ٺهرايو. جيڪو پوءِ هندستان جو وڏو بندر ليکجڻ ۾ آيو. ٻيو ته سندس دور ۾ ڪڇ ۾ زبردست ڏُڪار پيو. جنهن بعد هن عملي قدم کنيا. ماڻهن جي کاڌ خوراڪ جو بندوبست ڪيائين. هن سوراشٽر ۾ ڪيترا مندر ۽ ڌرم شالائون جوڙايون. صرف ٻهادر شوار جي پرسان سندس ٺهرايل 50 مندر اڄ به موجود آهن. هن کانپوءِ سندس پٽ جام ڳاهو يا جام گوڙجي ڪڇ جو حڪمران ٿيو.

**جام اوڍر سمو:** جهڙيءَ طرح دودي سان جنگ ڪرڻ کان پهرين ڪيترن ئي قبيلن جا سردار علاؤالدين جي فوج سان مختلف ميدانن تي جنگ وڙهيا ۽ پنهنجي جان ڏئي سرها ٿيا، اهڙيءَ طرح ڪڇ جي جام ابڙي جي سرڪردگيءَ ۾ به ڪيترائي جوڌا سر ڏئي سرها ٿيا. اهڙن سردارن ۾ جام اوڍر پٽ اوڍو سمو به هڪ هو. دودي جي مارجڻ کانپوءِ سومرن جون سامون ڪڇ ڏانهن وڃڻ دوران جام اوڍر جي علائقي ۾ پهتيون ته اوڍر اڳتي وڌي آيو ۽ انهن جي آجيان ڪندي سندن مهماني ڪيائين. ان وقت ڪيترائي نالي وارا سردار سومرن جي سامن کان پاسو ڪري رهيا هئا. اهو حال ڏسي اوڍر جي ماءُ اوڍر کي روڪيو ته تون سومرين جي دعوت نه ڪر انهن کان پاسيرو رهه متان علاؤالدين جي ڪهر ۾ اچي وڃين. ان تي اوڍر سندس ماءُ کي ورندي ڏني ته: "توئي مون تي اوڍر نالو رکيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ٻين جا سور ۽ مسئلا پاڻ تي اوڍڻ وارو ۽ انهن کي منهن ڏيندڙ. مون تي انهيءَ نالي جو اثر پيو آهي. هاڻي آءٌ ان ڳالهه کان هٽي نه ٿو سگهان." اوڍر جي انهيءَ گفتگوءَ کي ڪنهن سگهڙ هن ريت شعر جو روپ ڏنو آهي:

اوڍر اوڍي سيڪا، پر اوڍر اوڍ نه ڪاءِ.
نالا هيا ڪناءِ، جو اوڍر رکيئي مون ماءِ.

ان کان پوءِ هن سومرن/ سومرين جي مدد ڪئي ۽ کين دلاسو ڏيندي چيائين ته ابڙو ته پنهنجي جاءِ تي ابڙو آهي، پر آءٌ جيسين حيات آهيان، تيستائين اوهان جو وار به وِنگو ٿيڻ نه ڏيندس. تنهن کانپوءِ جلد ترڪ لشڪر اچي پهتو. ان سان جنگ جوٽيائين. قديم روايتن موجب جام اوڍر، علاؤالدين جي فوج سان مسلسل ڏهه ڏينهن ويڙهه وڙهيو ۽ يارهين ڏينهن جنگ جي ميدان ۾ سر ڏئي سرهو ٿيو.

اوڍر سخي به هو، مهمان نواز به هو ۽ سورهيه ۽ سرويچ به هو ۽ سندس انهيءَ خاصيت ۽ ڳڻن کي لطيف سائين هن طرح بيان ڪيو آهي ته:

تُون اُوڍَر، تُون اوڍڪو، تون اَجهو تُون آڳُ،
هت پُڻ تنهنجو تَڪيو، مهند پڻ تُنهين ماڳُ،
سي لوڙهيون ڏين لاڳ، جي اجهي آيون اَبڙي!

*(مرزا ممتاز- شاهه جو گنج (جديد صورتخطي) سر بلاول: صفحو 472)*

**جام اوڍو:** تحفتہ الڪرام ۾ ڄاڻايل آهي ته: هيءُ جام اوڍي ڪيهر ۽ هوٿل نگامڙيءَ واري لوڪ داستان جو مرڪزي ڪردار آهي. جام اوڍو سمو، جام منائيءَ جو پٽ هو. جام اوڍي کي مهڙ نالي هڪ ڀاءُ به هو. جام اوڍو شڪل ۾ تمام خوبصورت ۽ دلير جوان هو. سندس ڀاءُ مهڙ جي زال مٽس موهجي پئي هئي، پر هيءُ کيس انهيءَ خيال سان ڪڏهن به نه ڏسندو هو. مهڙ جي زال مٽس ڌيان نه ڏيڻ ڪري مٽس ساڙ کائيندي هئي. نيٺ هڪ ڏينهن اوڍي تي الزام هڻي هن کي ڏيهه نيڪالي ڏيارايائين. جنهن کانپوءِ هيءُ مامي ويسراءِ وٽ ڪڇ ۾ رهڻ لڳو. روايت آهي ته پاڻ انهيءَ وقت ڀاءُ کان وير وٺڻ لاءِ ڪڪرالي ۾ پيو ڏڻ ڪاهيندو هو. هوٿل نگامڙي نالي عورت، جيڪا پڻ تمام حسين هئي. سندس خوبصورتيءَ جي هاڪ ٻُڌي مٽس عاشق ٿي پئي ۽ مردن وارو لباس پائي اچي هن سان گڏ مال ڪاهڻ لڳي. هڪ دفعي هوٿل پنهنجي حصي ۾ آيل اڌ حصو کيس ڏئي ڇڏيو. اهڙيءَ ريت هنن وچ ۾ محبت پيدا ٿي ۽ ٻنهي پاڻ ۾ شادي ڪئي. کين جکري ۽ جيسل نالي پٽ ڄاوا. اوڍي هوٿل کي ڪڪرالي هلي رهڻ جو چيو. جنهن لاءِ هن شرط رکيو ته هو اتي هلي ذات نه ٻڌائيندو. اوڍي اهو شرط قبول ڪيو ۽ ٻئي وڃي ڪڇ ۾ رهڻ لڳا. جام اوڍي کان ڳالهين ۾ ڪنهن هوٿل جي ذات بابت پڇيو ته هو نٽائڻ لڳو. تنهن تي ڪنهن کيس طعنو هنيو ۽ هن ڪاوڙجي هوٿل نگامڙيءَ جو نالو ۽ ذات ٻڌائي ڇڏي. اها خبر جڏهن سندس زال هوٿل کي پئي ته هن اوڍي جي نالي هڪ چٺي لکي، جنهن ۾ لکيائين ته: "هاڻي آئون پنهنجي پٽن جي شاديءَ جي لانئن تي ايندس". چٺي گهر ۾ ڇڏي هوٿل

سندس غير موجودگيءَ ۾ گهر ڇڏي هلي وئي. اوڏي پوءِ جلد ئي پٽڻ جي شادي ڪرائي، جڏهن پٽڻ جي شاديءَ ۾ هوٺل آئي ته، هُن پنهنجي پٽڻ جي زالن سان تمام گهڻو پيار ڪيو ۽ ڪين چيائين ته اوهان ڪي ڏاج ۾ ڇا ڏيان؟ تنهن تي اڳ ڪيل رٿا تحت سندس ننهن چيو ته ”جتي ٺُنهون اتي سس“. اهڙي شرط تي هوءَ پنهنجي ضد تان لٿي ۽ زندگيءَ جا باقي ڏينهن ڄام اوڏي وٽ رهي.

ڄام اوڏو عقل جو به داناءُ هو ۽ سندس بهادري ملڪ ۾ تمام گهڻي مشهور هئي. سندس پٽڻ مان جکرو اڳتي هلي ڪڪرالي جو مشهور حاڪم ٿيو. *(سنڌ جا عشقيه داستان: ڄام تماچي)*.

**ڄام ٻابينو** (ثاني: 1368-1353ع): ڄام ٻابينو (صدرالدين)، ڄام فيروزالدين اُنڙ جو پٽ هو. جيڪو پيءُ جي وفات بعد سنڌ جو بادشاھ بڻيو. تاريخن ۾ هن کي ’ڄام ٻانڀڻيو‘ ۽ ’ڄام ٻانهن ٻيڻو‘ به سڏيو ويو آهي. ڄام ٻابيني سان گڏ هن جو چاچو ڄام جوڻو پڻ اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيوار هو. هن جي تخت تي ويهڻ وقت سيوهڻ، بکر ۽ نصرپور ۾ تغلقن جا نائب مقرر ٿيل هئا ۽ سمن جو اثر فقط لاڙ تائين هو. فيروز تغلق ڄامن کي ناڪام بڻائڻ ۽ سنڌ کي قبضي ۾ ڪرڻ لاءِ هر طرح جون ڪوششون ڪري رهيو هو ۽ گجرات توڙي ملتان جي نائبن کي همير سومري جي هر طرح سان مدد ڪرڻ جو حڪم ڏنو هئائين ته جيئن همير سومري کي بادشاهي ملڻ سان هنن لاءِ راهه هموار ٿي سگهي. ڄام ٻابينو فطري طور وطن سان حب رکندڙ بهادر جوان هو ۽ ملڪي سرحدن ۾ ڌارين جي نقل مڪاني، مداخلت کي ڪنهن ريت برداشت ڪرڻ وارن مان نه هو. اهو ئي سبب هو جو هيءُ هر وقت دهليءَ جي سلطنت جو اثر ختم ڪرڻ لاءِ حڪمت عملين ناهڻ ۾ رُڌل رهندو هو. 761ھ/1359ع ۾ فيروز تغلق جي فوجن بنگال ۾ ٻي مهم دوران مات کاڌي ۽ ڇهن مهينن تائين ناگپور جي گهاٽن ٻيلن ۾ ڀٽڪندي رهي. ان موقعي مان فائدو وٺندي، هن پنهنجون فوجون ملتان جي حدن اندر پهچايون. سيوهڻ ۾ ننڍا ننڍا حملا ڪري ماڻهن ۾ بغاوت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ان دوران دهليءَ جي سلطنت پاران سنڌ لاءِ مقرر ٿيل خاص نمائندي ملتان جي وائسراءِ عين الملڪ ماهرو سنڌ اندر ڄامن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ڪرڻ جا سات ستيا ۽ همير سومري جي حاڪميت ٻيهر ورائڻ لاءِ مهم جوئيءَ کي تيز ڪيو ۽ همير سومري گجرات ۽ ملتان جي شاهي لشڪر سان لاڙ ۽ ٿر تي حملا ڪرڻ شروع ڪري ڏنا. ان دوران 766ھ/ 1364ع ۾ عين الملڪ ماهرو مري ويو روايتن موجب عمرڪوٽ جي ويجهو همير سومري سان ڄام ٻابيني جو معرڪو ٿيو جنهن ۾ همير سومرو قتل ٿي ويو. ڪن روايتن موجب ته همير سومرو سنڌ مان ڪڇ طرف ڀڄي ويو ۽ پوءِ سڻون سٽڻ لڳو ان ڪانپوءِ سمن پنهنجي اقتدار کي توسيع ڏني. همير جي قتل ڪانپوءِ فيروز تغلق صفر 767ھ/ آڪٽوبر 1365ع ۾ ٻيهر سنڌ تي فيروز تغلق جي سرڪردگيءَ هيٺ 80 هزار فوج ۽ 500 بحري ٻيڙن سان حملو ڪري ڏنو ۽ هڪ خوفناڪ جنگ لڳي، جنهن ۾ سنڌي فوج، تغلقن (دهلي سلطنت) کي عبرتناڪ سزا ڏئي، سموري بحري اثاثي کي ناس ڪري ڇڏيو ۽ نيٺ فيروز تغلق ناڪام ٿي گجرات طرف روانو ٿيو. تغلق فوج جي گجرات وڃڻ دوران ڪڇي ماڻهن پڻ ڌاري فوج کي ڪافي پريشان ڪيو ۽ ڪيترن ئي حملن ۾ ٻي انداز لشڪر ماري ڇڏيو. 770ھ/1368ع ۾ وري ٻيهر فيروز تغلق سنڌ تي حملو ڪيو جنهن ۾ سنڌي فوج کي گهڻو نقصان ٿيو پر تڏهن به دشمن کي شڪست ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿيا.

ڪتاب ’سمن جي سلطنت‘ ۾ ڊاڪٽر غلام محمد لاکو لکي ٿو ته جيتوڻيڪ سنڌي فوج دهلي سلطنت جي فوج کي شڪست ڏني، پر دهليءَ جي سلطنت حرفت کان ڪم وٺندي، مخدوم جهانيان (سمن جي مرشد) جهان گشت کي وچ ۾ آڻي ڄام ٻابيني ۽ جوڻي کي ڳالهين لاءِ راضي ڪيو ۽ ٻنهي ڌرين ۾ ناهه ٿيو ته، سنڌي دهلي سلطنت کي ساليانو خراج ڏيندا. ڄام ٻابينو ۽ ڄام جوڻو دهليءَ هلي رهندا، ۽ ٻنهيان سنڌ وارث حڪمراني ڪندا رهندا. ان ريت سنڌ مٿان سمن جي برتري جاري رهندي.

ڄام ٻابيني مجموعي طور 15 سال سنڌ تي حڪومت ڪئي. دهليءَ سلطنت سان معاهدي موجب ڄام تماچي ۽ توگاچي سنڌ تي حڪومت ڪرڻ لڳا.

**ڄام بايزيد سمو**: جڏهن ڄام نظام الدين عرف ڄام ننڍو سنڌ جو بادشاھ بڻيو ته هن سنڌ ۾ ابتريءَ واري نظام کي بلڪل ختم ڪيو. جنهن سبب ڄام بايزيد ڄام نظام الدين کان ناراض ٿي، سلطان حسين لانگاھ وٽ ملتان ۾ وڃي پهتو. سندس تمام گهڻي عزت ۽ تعظيم ٿي ۽ ڄام بايزيد جي ڪري ئي ڄام ابراهيم کي پڻ عزت ۽ تعظيم ملي. سلطان حسين لانگاھ پنهنجن علائقن مان شورڪوٽ جو علائقو ڄام بايزيد ۽ اُچ جو علائقو ڄام ابراهيم جي حوالي ڪيو. ڊاڪٽر غلام محمد لاکو ’سمن جي سلطنت‘ ۾ لکي ٿو ته: ”ڄام سنجر ڪانپوءِ ڄام نظام الدين عرف ڄام ننڍو سنڌ جو والي بڻيو. نامور محقق مولائي شيدائيءَ، ڄام ابراهيم ۽ ڄام بايزيد کي ڄام ننڍي جا پائر لکيو آهي. حقيقت ۾ هي ٻئي درباري امير هئا ۽ انهن جو شاهي خاندان سان ڪو به واسطو نه هو. ڄام ننڍي جي دؤر ۾ ڄام بايزيد ناراض ٿي سلطان حسين لانگاھ وٽ ملتان پهتو، جتي حسين لانگاھ ڄام بايزيد کي جاگيرون ۽ اهم عهدا ڏنا. ڄام بايزيد ملتان ۾ مدرسن جو بنياد رکي عالمن اديبن ۽ شاعرن جي سرپرستي ڪئي.

**ڄام پرمل- I**: ڄام پرمل، ڄام ڪنگهار جو وڏو پٽ هو. ڪتاب ”Cutch- The Jareja Dynasty“ موجب ڄام ڪنگهار جي وفات کان پوءِ ڄام پرمل 1585ع ڌاري ڪڇ جي تخت تي ويٺو. پر مغلن جي يلغارن سبب ڪڇ جي آزادي وڃائي ويٺو ۽ گجرات ۽ ڪڇ تي مغلن جو قبضو ٿي ويو. انهن کي مغلن جو باج گذار ٿي رهڻو پيو. پر ان کان اڳ، هن مغلن خلاف ٻه وڏيون بغاوتون 1590ع ۽ 1591ع ۾ ڪيون، جن ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيو.



جهانگير بادشاھ جڏهن 1617ع ۾ گجرات آيو ته هن 100 ڪچي گهوڙا، 100 سونيون اشرفيون، ٻه هزار روڪ مهمانيءَ ۾ ڏنيون، سندس ويجهڙائپ

حاصل ڪيائين. جهانگير ڪيس تولار، گهوڙو ۽ نيزو تحفي ۾ ڏنو ۽ اهڙي دوستيءَ جي سند بہ عطا ڪندي، ڪيس اجازت ڏني تہ سڪي تي پنهنجو نالو ضربائي. جام پرمل ڪي پابند ڪيو ويو تہ حج جي پانڌيئڙن ڪي مڪمل سهولتون ڏيندو. پرمل 1632ع ڌاري پڇ ۾ وفات ڪيائين. ڪيس ست پٽ: (1) جام چينو، (2) جام پوجراج جي، (3) جام ميگهاسنگهہ، (4) جام رائڌڻ جي، (5) جام پراگمل جي، (6) جام آسا جي، (7) جام لنگڏر جي، ۽ هڪ نياڻي حسنا ٻائي هئس. جنهن بابت گمان آهي تہ سندس قبر ٺٽي واري مڪلي قبرستان ۾ موجود حسباد ٻائيءَ جي نالي سان موجود آهي، جيڪا 1589ع ۾ وفات ڪري وئي هئي.

ڪتاب 'Antiquities of Kutch and Kathiawar' جي مصنف جيمس برجيس بہ هن جي حڪومت جو دور 1585ع لکيو آهي.

**جام تغلق دور جي اٽ ٿنڀي:** هيءَ ڇٽي مڪلي، ضلعي ٺٽي ۾ واقع آهي. هن ڇٽيءَ هيٺان فقط هڪ قبر آهي. ماهرن جي راءِ آهي تہ اها ڇٽي جام تغلق ولد جام سڪندر جي دور جي ٿي سگهي ٿي. ڏسڻ وائسڻ ۾ هيءَ ڇٽي جام تماچيءَ واري ڇٽيءَ جهڙي آهي، فقط ڇٽساليءَ ۾ ٿورڙو فرق آهي. هن جي سردرن تي ڪنگريون نظر نہ ٿيون اچن. هيءَ



اڏاوت پندرهين صدي عيسويءَ جي معلوم ٿئي ٿي. هن ڇٽيءَ جي سردرن وٽ بہ فارسي رسم الخط ۾ تحريرون اڪيريل آهن، جن ڪي پڙهڻ ڪانپوءِ شڪ اڀري ٿو تہ هيءَ مقبرو ملڪ راهوءَ جو آهي يا وري اهو ملڪ راهو جوڙايو هو. ملڪ راهو جام تغلق جو همدرد هو. انهن سيني ڇٽين جا ٿنڀ پٿرن مان گهڙيل آهن. هر ٿنڀ هڪ ڪنڊ ناهي ٿو هر ڇٽيءَ جا ٿنڀ لڳ ڀڳ هڪجهڙا آهن. اهڙا ئي ٿنڀا ديلٺا ۾ 'ٿنڀ واري مسجد' ۾ بہ نصب ٿيل ملن ٿا.

**جام تماچي:** سنڌ جو نامور حڪمران جام تماچي، رڪن الدين شاهہ جي لقب سان 1368ع ۾، پنهنجي سئوٽ خيرالدين جام انڙ جيءَ سان گڏ سنڌ جو حڪمران بنيو جام تماچي، جام فيروز انڙ (اول) جو پٽ هو دهلي سلطنت جي خلاف پاليسين جي ڪري ڪيس 1370ع ۾ هٽائي، علاؤالدين جام جوڻي کي سنڌ جو نئون حاڪم بنايو ويو ۽ جام تماچيءَ کي دهلي بدر ڪيو ويو. دهليءَ ۾ سندس پاءِ جام بابينو اڳ ۾ ئي شاهي نظرداريءَ هيٺ رهيل هو.

جام تماچيءَ جي حڪومت جو پهريون دور بہ سال هليو ان ڪان پوءِ 1388ع ۾ فيروز تغلق جي موت سان دهلي سلطنت ڪمزور ٿيڻ لڳي. تڏهن جام تماچي ۽ جام بابينو دهلي ڇڏي سنڌ ڏانهن روانا ٿيا. جام بابينو واٽ تي ئي فوت ٿي ويو. سنڌ جا ماڻهو جام جوڻي مان اڳ ئي بيزار هئا. جڏهن جام تماچيءَ کيبرن وٽان لنگهيو تہ درويش نوح هوٿياڻيءَ هي شعر چيو:

جوڻو وڃي جهوريءَ ماريو
جام تماچي شهرين چاڙهيو

ان ڏس ۾ هيو بہ هڪ بيت تاريخن ۾ رقم آهي:

جوڻو مت اوٺو آءُ تماچي آءُ،
سباجهي ٻاجهہ پئي، تو سين ٺٽو راءُ

تاريخ مان اها خبر ٿي پوي تہ جام جوڻي جو کهڙو حشر ٿيو. البت ٺٽي جي عوام جام تماچيءَ جو زبردست استقبال ڪيو ۽ ائين 1388ع ۾ جام تماچي هيو پيرو سنڌ جو سلطان بنجي ويٺو. پاڙيسيري ملڪ ۾ آيل سياسي تبديلين جي ڪري سنڌ ملڪ هاڻي مڪمل آزاد هو. هن دور ۾ سنڌ جي اوير ۾ رياست 'گجرات' بہ آزادي حاصل ڪري ورتي هئي. سلطنت هند جي نائب ظفر خان گجرات ۾ آزادي حاصل ڪرڻ سان گڏ خانداني بادشاهت جو بنياد رکيو. جنهن کي تاريخن ۾ 'مظفرشاهي' سلطنت سڏجي ٿو. اڳتي هلي جامن سمن ۽ گجرات جي حاڪمن ۾ سنا تعلقات قائم ٿيا ۽ ٻنهي شاهي خاندانن ۾ مٽيون مائٽيون بہ ٿيون. ان ريت سنڌ ۽ گجرات جا سياسي، سماجي ۽ ثقافتي لاڳاپا وڌيڪ مضبوط ٿيا.

روايتن موجب جام تماچي فراغت واري وقت ۾ شيل شڪار بہ ڪندو هو. اهڙي ئي هڪ موقعي تي هن ڪينجهر ڍنڍ تي نوري مهاڻي ڏٺي. اُن جي حسن تي موهت ٿيو. پوءِ اُن سان شادي ڪيائين. سنڌ جي ڪلاسيڪل شاعرن نوري ۽ جام جي محبت کي خوب ڳايو آهي.

شاهہ لطيف جي پيشرو شاعر ميين شاهہ عنايت جو هڪ شعر آهي:

ماڻهو چونِ مي، آنءُ آهيڙياڻي آهيان،
ٿوري جي ٿرن جا، مون ڪان چڱا سي،
جام تماچي جي، نظرَ نوازِي آهيان.

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ چيو آهي:

ٿِيا تماچي جامِ سينِ، مهاڻا محرومِ،
نندِي وڏِي گندريءَ، مٽي ماڙِي ڏومَ،
جي ڪينجهر جي رومَ، سي سڀ اِنعامي ٿِيا.

جام تماچي ۽ نوريءَ جو قصو، سنڌ جي رومانوي داستانن مان هڪ اهم داستان آهي. 'شاهہ جي رسالي' جو 'سُر ڪاموڏ' هن داستان جو عڪس آهي.

ڪينجهر ڍنڍ جي ڀرسان جام تماچيءَ جي ماڙيءَ جا آثار موجود آهن.

جام تماچي صلح پسند ۽ عوام دوست حاڪم هو. هن ڪينجهر جي مهاڻن کي وڏا انعام اڪرام ڏنا ۽ مٿانئن محصول معاف ڪيو. 1392ع ۾ آزاد ۽ خوشحال سنڌ واري دور ۾ وفات ڪيائين. بعد ۾ سندس پٽ جام صلاح الدين سنڌ جو نئون سلطان بڻيو.

**جام تماچي انڙ:** پ. پ اڳواڻ سردار جام تماچي انُڙ، مشهور سماجي ۽ سياسي اڳواڻ، سماٽ قبيلي جي سردار فقير رئيس رسول بخش انُڙ جو فرزند آهي.



سندس جنم موجوده دولتپور تعلقي، ضلعي نوابشاهه (موجوده بينظيرآباد) ۾ 16 آگسٽ 1954ع تي ٿيو هن بي. اي تائين تعليم نوابشاهه مان حاصل ڪئي. سندس والد پهرين مارچ 1970ع تي، پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي ڪيس سرداريءَ جي پڳ ٻڌائي، اُن موقعي تي هڪ تاريخي اجتماع ٿيو هو.

سردار جام تماچيءَ سياست جي شروعات 1982ع کان ڪئي ۽ پاڪستان جو ننڍي ۾ ننڍو مجلس شوريٰ جو ميمبر منتخب ٿيو. 1984ع ۾ اقوام متحده ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪيائين ۽ اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ کي خطاب ڪندڙن ۾ سڀ کان ننڍيءَ عمر وارو مقرر هو.

سردار جام تماچي انڙ 1985ع ۾، محمد خان جوڻيجي (وزيراعظم) جي دور ۾ سنڌ مان سينيٽ جو ميمبر چونڊيو ۽ ان وقت پاڪستان جي تاريخ جو ننڍيءَ عمر وارو پهريون سينيٽر هو. 1988ع ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي ايم. پي. اي چونڊيو. 1996ع ۾ ٻيو ڀيرو اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ ۾ شرڪت ڪيائين. 2002ع جي چونڊن ۾ ايم. پي. اي چونڊيو اهڙيءَ طرح 2008ع جي چونڊن ۾ پي. ايس. 28، نوابشاهه-5 تان پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. اسيمبليءَ ۾ سنڌ جي مسئلن تي ڳالهائڻ وارن ميمبرن ۾ سندس شمار ٿئي ٿو. گذريل ڪجهه سالن کان سنڌ اسيمبليءَ جي پبلڪ اڪائونٽس ڪميٽيءَ (PAC) جو چيئرمئن آهي.

سردار جام تماچي گذريل 30 سالن کان پنهنجي علائقي ۾ مفت اکين جي ڪئمپن لڳائڻ، غريب بيمارن جي علاج ڪرائڻ، يتيمن ۽ نادارن جي مدد ڪرڻ ۽ علائقي ۾ ترقياتي ڪم ڪرائڻ جي سلسلي ۾ اڳيرو رهيو آهي.

**جام تماچيءَ جي چنڊي:** هيءَ چنڊي مڪلي ضلعي ٺٽي ۾ واقع آهي. هن اٺ ڪنڊي چنڊيءَ هيٺ موجود قبرن تي ڪا لکت ڪونه ٿي ملي، پر هڪ روايت موجب ان هيٺان سنڌ جي بادشاهه جام تماچيءَ جي قبر آهي. چنڊيءَ هيٺ ڪل ٻه قبرون آهن، جن مان هڪ قبر ڪنهن ٻار جي آهي. ڪن روايتن موجب جام تماچيءَ جي راڻي نوريءَ جي قبر ڪينجهر ۾ سندس مرشد 'شاهه هوندري' جي پير ۾ آهي. ان ريت جام تماچي سندس مرشد شيخ حماد جمالي جي ويجهو ان چنڊيءَ هيٺان رکيل ٿي سگهي ٿو اها چنڊي جام نظام الدين جي مقبري لڳ اتر پاسي واقع آهي. هن چنڊيءَ جي ٿنڀن جي ڇتسالي ڏسڻ وٽان آهي. ٿنڀن جا بنياد چوڪور، وچون ڪالم نفيس اُڪر سان گول ۽ سر ستون چوڪا اٿس. سردرن مٿان ڪنگرا، انهن جي پويان سهٽي گولائيءَ وارو گنبذ ۽ ان مٿان ڇٽ نما ڪلنگي اٿس.

مڪليءَ تي موجود جام تماچيءَ ۽ نوريءَ جي قبرن سان منسوب سمجهي ويندڙ چنڊي اڄ به بلڪل صحيح سالم حالت ۾ موجود آهي. چنڊيءَ جي بناوت ۾ بادشاهي قبرن جي نموني جي محسوس ٿئي ٿي. جنهن جي ڇڄن، پلوڙن، ڪنگرن تي نفيس قسم جي اڪر جو ڪم ٿيل آهي ۽ ڪلسو پڻ جڙيل اٿس. چنڊيءَ اندر ٻه قبرون آهن، جن مان اولهندي پاسي واري قبر وڌيڪ سينگاريل آهي، جنهن جي بني چئن طبقن ۾ آهي. چنڊيءَ ۾ موجود ٻي قبر تاج سان آهي، جنهن جي پاسن ۾ هيٺان کان مٿي تائين ڪنگرن جي قطار ۽ سيخي ڏٻ وارا نشان آهن. ٽين قبر جي پاسن کان



جام نظام الدين جي پير ۾ جام تماچيءَ جي چنڊي

اڪر جو عمدو ڪم ٿيل آهي، جنهن سان گڏ قبر تي وڻ، ٻوٽا ۽ رنگن جا ڇٽ به ڪڍيل آهن ۽ هن قبر تي ڪنگرا پڻ آهن. چنڊيءَ ۾ موجود ٽئي قبرون پٿر جون آهن. هنن مان ٽين قبر جام تماچيءَ جي چئي وڃي ٿي. جيتوڻيڪ پير حسام الدين راشديءَ پڻ هن انومان تي اتفاق ڪندي نظر اچي ٿو پر تڏهن به سنڌ جي هن زنده ۽ جاويد ڪردارن جي آخري آرامگاهه بابت مستند راءِ تحقيق طلب آهي.

**جام تماچيءَ جي ماڙي:** سمن جي گهراڻي سان تعلق رکندڙ سنڌ جي تخت ڌڻي جام تماچيءَ جي نالي سان مشهور هيءَ ماڙي ڪينجهر ڍنڍ جي ڏکڻ اوڀر ۾ انڊس هاءِ وي جي اولهندي ڪناري تي موجود ٽڪريءَ تي واقع آهي. پٿرائين جاءِ جي صورت ۾ هڪ ڪمري تي مشتمل هيءَ عمارت جنهن کي ڪي محقق جام تماچيءَ جو محل به ڪوٺين ٿا. هن کي اوڀرندي طرف کان دروازو آهي ۽ پوئين پاسي ۾ وشال ڪينجهر ڍنڍ اٿس. هيءَ عمارت جوڙجڪ ۾ گهڙيل پٿر مان چورس شڪل ۾ ٺهيل آهي، جنهن جي ڪل ماپ 20.4x20.4 فٽ آهي. فرش کان ڇت تائين 9 فٽ اوچي آهي ۽ 8 فوٽن جا پاوا اٿس. عمارت جي دروازي جي چائنٺ وٽ پنجن ڏاڪن جا نشان پڻ آهن، جنهن مان ائين محسوس ٿئي ٿو ته هن سان گڏ وڌيڪ حصو به هو. جيڪو وقت گذرڻ سان مسمار ٿي ويو عمارت جون ڀتيون سوا ٻي فُٽ کان پوڻا چار فٽ ويڪريون آهن. اولهه ۽ اوڀر وارين ڀتين ۾ درين جا نشان آهن، جيڪي ڪينجهر ڍنڍ طرف کلنديون هيون. عمارت تي ظاهري طرح ڪي به گنبذ جا نشان ڪونه آهن. هن عمارت جي اوڀر- اتر ۾ ڪجهه قبرون ۽ ڪن چنڊين جا نشان پڻ آهن، پر ماهرن جو خيال آهي ته اهي هن ماڙيءَ جي اڏاوت کان پوءِ جون آهن. جيتوڻيڪ هيءَ عمارت هيڻي خسته حالت ۾ بي يارو مددگار پيل آهي، تڏهن به سنڌ جي زنده جاويد ماضيءَ جو يادگار ضرور آهي.

**ڄام تماچي ۽ نوريءَ جي مزار:** ڄام تماچي سمن جي گهراڻي مان سنڌ جو تخت ڌڻي ٿي گذريو آهي، جنھن جو ڪينجھر جي ملاحن ۾ پيدا ٿيل سدا ملوڪ، سھڻي سيرت واري پدمڻي عورت نوريءَ سان عشق ۽ پوءِ وهانءُ ٿيو هو. هنن جي عشقيه داستان کي لوڪ ادب ۾ وڏي اهميت حاصل



ڪينجھر تي نوريءَ جي مرشد هونڊڙي فقير ۽ نوريءَ جون امڪاني مزارون

آهي ۽ پٽ ڌڻي شاهه عبداللطيف رح سندن قصي کي ڳائي اجاگر ڪيو. جھڙي ريت سنڌ جي قديم تاريخ مستند دستاويزي ثبوتن نہ ملڻ ڪري اڄ بہ اوجھل آهي ۽ ڪيترو تاريخي ورثو دڙن ۽ ڪنڊرن ۾ دٻيو پيو آهي. اهڙيءَ ريت ڄام تماچي ۽ نوريءَ جي آخري آرامگاهن بابت بہ ڪيترا انومان ملن ٿا. عام ماڻھو نوريءَ جي مزار ڪينجھر ڍنڍ جي وچ ۾ هونڊڙي فقير جي قبر سان گڏ ڄاڻائين ٿا، جنھن تي ڍنڍ گھمڻ لاءِ ايندڙ اڪثر مقامي ۽ غير مقامي سياح ويندا آهن، پر تاريخ تحفة الڪرام جو مصنف علي شير قانع ٺٽوي ڄاڻائي ٿو تہ: ”ڄام تماچي ۽ نوريءَ جون مزارون مڪليءَ تي ڄام نظام الدين (ڄام ننڌي) جي مقبري ويجھو اتر ۾ قائم هڪ



مڪليءَ تي ڄام تماچي ۽ نوريءَ جي قبرن مٿان چوڪنڊي

ٽڪنڊي ڇٽيءَ ۾ واقع آهن، جتي شيخ حماد جماليءَ جي مزار بہ موجود آهي.“ عام روايت آهي تہ، جيئن تہ ڄام تماچي شيخ حماد جو معتقد هو اُن ڪري هن جي مزار سندس پيرانديءَ ۾ هئڻ واري ڳالهه وزن رکي ٿي.

**ڄام توڳاچي:** خيرالدين ڄام توڳاچي، علاؤالدين ڄام جوڻي (اول) جو پٽ ۽ ڄام فيروزالدين انڙ (سمن جو پھريون حاڪم) جو پاڻيٽيو هو 1368ع ۾ ڄامن ۽ تغلقن ۾ جڏهن ٺاهه ٿيو تڏهن هيءُ پنھنجي سئوٽ رڪن الدين شاهه ڄام تماچيءَ سان گڏ سنڌ جو حڪمران بڻيو ڄام توڳاچي پنھنجي پيءُ ڄام جوڻي وانگر سلطنت دهليءَ جو حامي هو جڏهن تہ سندس سئوٽ ڄام تماچي دلير، وطن دوست ۽ دهلي مخالف جذبا رکندڙ سلطان ثابت ٿيو ان پس منظر ۾ دهلي سلطنت بنھي حڪمرانن کي هٽائي، دهليءَ ۾ نظربند ڄام جوڻي کي سنڌ جو حاڪم ڪري موڪليو ان طرح ڄام توڳاچيءَ جو اقتداري شراڪت جو دور پورو ٿيو هيءُ تبديلي 1370ع ۾ پيش آئي.

**ڄام پراڳمل** - I: هيءُ ڄام رائڌڻ-II جو ٽيون نمبر پٽ هو پيءُ جي وفات کان پوءِ ڀائرن سان وڙهي، گادي هٿ ڪيائين. هن پنھنجي مُڙني مخالفن کي مارايو جن سندس حڪمرانيءَ کان انڪار ڪيو. ايستائين جو پنھنجي وڏي ڀاءُ ڄام راول کي بہ ان وقت قتل ڪري ڇڏيائين، جڏهن هُو پنھنجي پيءُ کي دفنائي رهيو هو هن ڀڄ شھر ۾ 1715ع ۾ وفات ڪئي. ڪيس 5 پٽ هئا: (1) گوڙ جي، (2) نرنجي، (3) سگرام، (4) ڪرن ۽ (5) دودو. سندس وفات کان پوءِ سندس پٽ گوڙجي، گاديءَ تي ويٺو انھن ڄامن جو تذڪرو ڪتاب ”Cutch- The Jareja Dynasty“ ۾ ملي ٿو.

**ڄام پريو:** تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديھہ. جنھن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهڏنو سيلرو، الياس خان وڏيو، ڇٽل خان پريو، علي حيدر وڏيو علي مراد سيلرو، نظيرآباد، علي محمد سيلرو، رضا محمد وڏيو ۽ محمد جعفر بروهي.

**ڄامپور:** پنجاب جي ضلعي راجنپور جو هڪ شھر آهي، جيڪو 32 '38 $29^0$ ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 45 '35 '70 ڊگريون ڏکڻ ڊگھائي ڦاڪ تي ديري غازي خان جي ڏکڻ ۾ موجود آهي. هيءُ ڳوٺ اٺ ڏهن ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ



ڄام پور شھر جو هڪ ڏيک

تي پکڙيل آهي. هن وقت هن ڳوٺ جي آدمشماري سوا لک جي لڳ ڀڳ آهي. روايتن موجب هي شھر دلوراءِ جو بڻايل آهي. هتان اڍائي هزار ڪن سالن جون وٿون برساتن ۾ ٽبن تان مليون آهن. اها بہ روايت آهي تہ يوناني فاتح سڪندراعظم ڪاهون ڪندي، هن علائقي کي بہ فتح ڪيو ۽ هڪ حسين عورت تي عاشق ٿي پيو ۽ مقامي روايتن موجب ان سان هتي ئي شادي ڪيائين. دلور جا دڙا هن ڳوٺ جي پر ۾ آهن. هلاڪو ۽ چنگيز خان جي حملن دوران آرائين قبيلي جا ماڻھو هتي اچي آباد ٿيا، جن پاڻ کي ڄام سڏايو اهي جاڙيجا شاخ مان هئا. هتان جا ماڻھو اڪثر سرائڪي ٻولي ڳالھائين ٿا. پنجاب جو هيءُ شھر ڪمپيوٽر ٽيڪنالاجيءَ ۾ بہ اڳيرو ليکيو وڃي ٿو.

**ڄام پور (ديھہ):** هيءُ تعلقي ڄام نواز عليءَ جي هڪ ديھہ. جنھن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

رسول بخش رند، ڏنراج مل، من خاصخيلي ۽ حاجي محمد خان رند.

**ڄامپور پنھورڪي (ديھہ):** تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديھہ. جنھن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شھمير گاڏهي، غلام حسين گاڏهي، گل محمد گاڏهي، ملو خان لاشاري، ڪرم علي جمالي، رسول بخش پنھور، الهڏنو مستوئي، ٻاجهي خان لغاري، عثمان بروهي، رحمت الله لنڊ، حاجي خان پنھور، يوسف پنھور، احمد باهوٽو ۽ الهداد فقير.

**جام پور لنڊڪي** (ديهه): تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'سيرن پنهون خان' ۽ 'ڪوڙو خان لنڊ' ڳوٺ شامل آهن.

**جام جرار**: جام جرار ڪڪرالي جو حاڪم ٿي گذريو آهي. 'تحفة الڪرام' ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: "جڏهن ڪڪرالي جو حاڪم 1000هه/1591ع ۾ جام جرار هو، تڏهن ڊاراجا جو حاڪم به زنده هو. جيڪو جام جرار جو دوست ۽ همعصر هو. روايت آهي ته هڪ ڏينهن جام جرار کي اکين ۾ سخت سور پيو. ڊارا جيءَ جو راڻو اهو ٻڌي کيس پڇڻ لاءِ ويو. هنن ٻنهي جي پاڻ ۾ ڏاڍي محبت هجڻ ڪري جام جرار پنهنجو مٿو راڻي جي گوڏي تي رکي چيو ته مون کي ڪا سچي ڳالهه ٻڌاءِ، متان خدا تعاليٰ انهيءَ جي برڪت سان منهنجي اکين جو سُور لاهي. ڊاراجيءَ جي راڻي چيو ته: "سچ جو شاهد خدا ڪافي آهي، مون کي ڪجهه ڏينهن ٻهرين سمنڊ جو سير ڪري پرين جو حال معلوم ڪرڻ جو خيال پيدا ٿيو. سو ڪجهه رسد ۽ سامان سوڌا جهاز پاڻ سان کڻي سمنڊ ۾ گهڙي پيس. ڳچ پنڌ ڪرڻ کان پوءِ اچي اهڙي هنڌ پهتس، جتي اڳ ۾ ڪو به ماڻهو نه پهتو هو. دل ۾ چيم ته اجا به اڳتي وڃڻ گهرجي، شايد ٻئي ڪناري جو پتو پئجي وڃي، اتفاقاً هلندي هلندي وڃي ظلمات پهتس، جتي سڀ جهاز غرق ٿيڻ لڳا، مون هڪدم ٽپو ڏئي پنهنجي جان بچائي ۽ هڪ وڻ تي وڃي ويٺس. انهيءَ وڻ تي هڪ وڏي پکيءَ جو آکيرو هو. مون رات اتي ئي گذاري ۽ صبح جو انهيءَ پکيءَ جي ٽنگن ۾ چنبڙي پيس، جنهن مون کي اچي هڪ جبل تي ڇڏيو. آءٌ حيران هئس ته ڪٿان جو ڪٿي اچي پهتو آهيان. الله پاڪ انهيءَ پکي (سيمرغ) جي مدد سان مون کي ظلمات مان آزاد ڪيو. ان کانپوءِ آءٌ آبادي جي ڳولا ۾ نڪتس، اوچتو هڪ عبادتگاهه جي زيارت جو شرف حاصل ڪيم ۽ حضرات حسنين ڪريمين عليهم السّلام جي زيارت ٿي، جن مون کي سلامتيءَ جي خوشخبري ڏني. ٿڪل هئس اتي ئي ننڊ اچي وئي. ايتري ۾ اتي پرين جي هڪ ٽولي اچي نڪتي ۽ مون کي پاڻ سان کڻي وئي. خدا ٿو ڄاڻي آءٌ ڪيتي رهندو هئس، مون کي ڪا خبر نه آهي پر اتي نعمتن جي ڪا به ڪمي نه هئي. ٿوري وقت گذرڻ کانپوءِ وطن جي حب، دوستن ۽ مٽن مائٽن جي ياد ۾ غمگين رهڻ لڳس، پرين جي سردار منهنجو حال ڏسي دلداريءَ خاطر پڇا ڪئي. مون کيس ٻڌايو ته سفر ۾ گهڻا ڏينهن گذري ويا آهن، خبر نه اٿم ته منهنجي پوين جو ڪهڙو حال هوندو. اتي پرين جي سردار مون کي چيو ته جيڪڏهن موٽڻ جو پڪو واعدو ڪرين ته توکي اتي جو اتي وطن پهچايان. مون وطن ۾ اٺن ڏينهن رهڻ جو واعدو ڪيو جنهن تي پرين گهڙيءَ ۾ مون کي پنهنجي ڳوٺ جي ٻاهران اچي ڇڏيو ۽ چيائون ته اٺين ڏينهن هتي ايندي سين، تون حاضر رهج. مان اچي پنهنجي اهل وعيال سان مليس ۽ اهو واعدو دل تان لاهي ڇڏيم. خدا جي قدرت سان واعدي جي وفائي مون کي نصيب نه ٿي، انهيءَ کانپوءِ ڊگهو عرصو گذري چڪو آهي، پر پرين جي پار جا مزا اڄ به ياد آهن." اتي پهچي ڊاراجي جي حاڪم چيو ته جيڪڏهن هيءَ ڳالهه سچي آهي ته الله تعاليٰ توکي جلد شفا ڏيندو. اتي جام جرار چيو ته: "بيشڪ منهنجا سڄڻ! تون سچو آهين ۽ الله پاڪ حضرت حسنين ڪريمين عليهم السّلام جي صدقي ۾ شفا ڏئي چڪو آهي".

**جام جکرو**: هيءَ سمن جي ڪيهر خاندان مان هو سندس پيءُ جو نالو اوڍو هو هوٺل پري سندس ماءُ هئي، انهيءَ ڪري جکري هوٺياڻي طور مشهور هو معمور يوسفاڻي 'سر بلاول جا تاريخي ڪردار ۽ واقعا' ۾ لکي ٿو ته: "هو پارڪر ۽ پائر جي علائقي جو رهندڙ هو ۽ آسپاس جي ٽڪرين تي حاڪم هو. سندس تخت گاهه پراڻ ويجهو هاڪڙي درياهه جي ڪناري 'پاتا' جي نالي سان شهر ۾ هو."

شاهه جي رسالي ۾ جام جکري بابت ڪجهه بيت ملن ٿا، هڪ بيت نموني طور ڏجي ٿو:

جکرو جوڙي، پاڻ ڏٺي پيدا ڪيو
ڪيهَرَ جيئن ڪَر ڪٽيو، مل مڇون موڙي،
سَمُنڊ جيئن سِيرَ ڪٺو، ٿو ٻار جيئن ٻوڙي،

جام جکرو اوڍاڻو، پارڪر ۽ پائر جو حاڪم ۽ سخاوت ۾ مشهور هو. مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ۾ سندس ساراهه ۾ چيو آهي:

سمي ساماڻي، چنتا لٿي چارڻي،
جنهن چنا چانئي ڇڏيا، ڪارڻ ميهماڻي،
اهڙي اهجاڻي، هوٺل جائو جکرو.

جکري جي حاڪميت وقت سندس تختگاهه پراڻ درياهه جي ويجهو هاڪڙي جي ڪناري تي پاتار شهر ۾ هو جنهن جا آثار هن وقت ڏيپلي تعلقي جي ڪاڙڪ ٽيپي ۾ آهن. ان ڪانسواءِ چوٽاڻ ۾ سندن عارضي تخت گاهه به هو. هو تمام وڏو سخي هو. سندن در تان ڪڏهن به سوالي خالي نه موٽيو. چوٽاڻ واري علائقي ۾ ڪيترائي آثار موجود آهن. جيڪي هن راهگيرن لاءِ اوتارا ۽ ٽڪاڻا ٺهرايا هئا. جتي ڪيترائي ماڻهو ترسي آرام ڪندا هئا ۽ وٽن کاڌو کائيندا هئا. انهن خوبين جي تعريف ڪندي شاهه لطيف فرمايو ته:

منهه مُني جکرو، تا مائن تاري،
پڇي سي پاري، جي عاجز اجورن ۾.

**جام جکرو ڳهڙ راءُ**: جام جکرو ڳهڙ راءُ سنڌ جي سخي سردارن مان ٿي گذريو آهي. هيءَ لاڙ جي پاتار بند جو رهاڪو هو ۽ پنهنجي دؤر جو مثالي سخي ڏاتار هو.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ، سر بلاول ۾ جکري وڳهڙ راءِ جي سخا جو ذڪر هن طرح آندو آهي ته:

پيهي پِن پاتار ۾، جت ڳُڙهَه گنگا، ڄَرُ راءُ،
ڇڏي جِيلا هِنَ هَنڌَ جا، ٿي جِکري پاسي جاءُ،
اوڏو ٿيءُ الله کي، ڪاڄ تَنهِين جو ڪاءُ،
سُکَن ايندءِ ساءُ، ويلهِ ويندءِ وسري.

*(شاهه جو رسالو (الف- ب وار)، مرتب: ڊاڪٽر محمد عالم سومرو)*

**جام جو چڪرو** (ديهه): هيءَ ديهه تعلقي ڪراچيءَ ۾ آهي. جوکين جي جام جي ملڪيت هئڻ ڪري هن کي جام جو چڪرو چوندا هئا. ڪچري ۽ گند گڏ ڪرڻ جو سلينڊ فل سائيٽ هن ديهه ۾ آهي.

**جام جوڻو:** ’مڪلي نامہ‘ ۾ مير علي شير قانع ڄاڻائي ٿو ته: جام جوڻو جام بابيني جو پٽ هو. جام فيروز الدين ’انڙ‘ جي وفات (1353ع) ڪانپوءِ جام صدرالدين ’بابينو‘ ۽ علاؤالدين جام جوڻو ’اول‘ گڏجي سنڌ جا حڪمران ٿيا. هي پاڻ ۾ چاچو ۽ ڀائٽيو هئا. محمد تغلق سونڊا وٽ فوت ٿيو. تڏهن فيروز تغلق هن جو جاءِ نشين بڻيو. هنهي جامن 1368ع تائين 15 سال حڪومت ڪئي. ان وچ ۾ فيروز تغلق ٻي پيرا ٺٽي تي حملا ڪيا، پر هن کي فوجي ڪاميابي حاصل نہ ٿي. آخرڪار اچ جو مخدوم جهانيان گشت ٺٽي آيو ۽ تغلقن ۽ جامن ۾ ٺاهہ ٿيو ان طرح جام بابيني ۽ جام جوڻي جي حڪومت ختم ٿي ۽ هنهي کي دارالحڪومت دهليءَ ۾ هلي رهڻو پيو. ٺاهہ موجب سنڌ جي گاديءَ تي رڪن الدين شاهہ جام تماچي ۽ خيرالدين جام توگاچي گڏجي حڪومت تي ويٺا. جام تماچي آزادي پسند ۽ دهلي مخالف ثابت ٿيو. سنڌ جا هي ٻئي گڏيل حڪمران پاڻ ۾ سؤٽ هئا. دهليءَ ۾ رهندي جام جوڻي دهلي سلطنت جو اعتماد حاصل ڪري ورتو. ان ڪري ٻن سالن کان پوءِ 1370ع ۾ جام جوڻو دهليءَ مان موٽي ٺٽي آيو. جام تماچيءَ کي دهلي موڪليو ويو. جتي هو پنهنجي پيءُ جام بابيني سان گڏ رهڻ لڳو. جام جوڻو ٻيو پيرو 18 سال سنڌ جو حڪمران رهيو. فيروز تغلق 1388ع ۾ فوت ٿيو. دهليءَ ۾ نظربند ٻہ پيءُ جام بابينو ۽ جام تماچي سنڌ ملڪ ۾ موٽي آيا. هي خبر ٻڌي مڪليءَ جي صوفي شيخ حماد هيءُ بيت چيو:

جـوڻـو مـت اوڻـو آءِ تـماچـي آءِ،
سڀاجهي ٻاجهہ پئي، تو سين ٺٽو راءِ

جام جوڻي مجموعي طرح 18 سال سنڌ تي حڪومت ڪئي. هن پنهنجي حڪمرانيءَ واري وقت ۾ فارسي سرڪاري ٻوليءَ طور نافذ ڪئي ۽ ڀيرون پيرو دربار ۽ تعليم تدريس ۾ پڻ هن ڌاري زبان کي اختيار ڪيو ۽ ان کي غلبو ڏياريو. هن جي زماني ۾ پوري سنڌ اندر بغاوتون ٿينديون رهيون ۽ سنڌي ماڻهن پنهنجي هن ڳيڊي حاڪم خلاف هر طرح سان مهاڏو اٽڪايو ۽ وطن فروشي ڪرڻ تان پنهنجي ڪروڌ جو اظهار ڪيو. پر فوجي قوت سان هر ابرندڙ بغاوت کي دٻايو ويو. هن جي حڪومت دوران فيروز تغلق جو موت ٿيو. دهلي سلطنت جي منتشر ٿيڻ سان هن جي حڪومت پڻ ڪمزور ٿي ۽ جام تماچي دهليءَ مان آزاد ٿي سنڌ پهتو. جنهن بعد هڪ پيرو ٻيهر راج ڀاڳ جي منشا مطابق حڪومتي منصب تي ويٺو. جام جوڻي جي حڪمراني ختم ٿيڻ بعد فارسي زبان کي بہ نيڪالي ملي ۽ سنڌ جي ماڻهن ۾ سرهائي آئي.

علي احمد بروهي

جام
چاموٽ ۽
چامڙا

**جام، چاموٽ ۽ چامڙا:** مشهور اديب علي احمد بروهيءَ جي ڪتاب جو نالو. هن ڪتاب ۾ مشهور سنڌي اديبن، عالمن ۽ سياستدانن بابت نهايت دلچسپ خاڪا ملن ٿا. ڀيرون پيرو هيءُ ڪتاب 1984ع ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿيو. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1999ع ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن، ٽنڊي ولي محمد، حيدرآباد پاران شايع ڪيو ويو. ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز جي 224 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.

**جام چينو:** ’تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر‘ ۾ غلام رسول مهر ڄاڻائي ٿو ته: ”جام امير چينو ڪلهوڙن ۽ دائود پوٽن جي خاندان جو ڀيرون فرد هو. جنهن ذاتي توڙي مقامي سرداريءَ کي ڪنهن حد تائين رياست جي حيثيت ڏني. ’جواهر عباسيہ‘ ۾ شيخ محمد اعظم ۽ ’مرآة دولت عباسيہ‘ ۾ لالا دولترام جي دعويٰ آهي تہ جام امير چني جلال الدين محمد اڪبر بادشاهہ جي پٽ شهزادي محمد مراد کان سرداريءَ جي سند حاصل ڪئي ۽ منصب ورتو هن روايت جي برعڪس ’تاريخ سنڌ‘ ۾ مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته: ”غزنوي ۽ غوري بادشاهن جي زماني ۾ امير چينو ڪيترن راڻن جي مدد سان ملتان پهتو ۽ اتي ان جي حاڪمن سان پاڻ کي وابستہ ڪري ڇڏيائين. تحفتہ الڪرام ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: ”جام چينو خان ڀائرن جي نفاق کان مجبور ٿي پنهنجي ساٿين گڏجي سان ڪنيات پهتو ۽ اُڏيجا قبيلي سان رهڻ لڳو.“ هيءُ پاڻ کي مضبوط ڪندو ويو. ملتان کان واپس موٽڻ بعد جام چيني خان سيوستان (سيوهڻ) کان ڇهہ ڪوهہ پري، اولهہ طرف هڪ مناسب هنڌ تي نئون شهر ٻڌايو ۽ ان تي ’جهانگارا باجارا‘ نالو رکيائين. هيءُ شهر اڄا تائين انهيءَ نالي سان مشهور آهي. ان ڪانپوءِ جام چينو آهستي آهستي پنهنجو اقتدار وڌائيندو ويو. ڪنيات جي پرڳڻي، ڪوريجن، سهتن ۽ چنن وغيرہ قبيلن جي ستن زميندارن کي جيڪي راڻي جي خطاب سان مشهور هئا، کي پنهنجو مطيع ڪيائين. ڪڪرالي جو حاڪم جام ڏيوو وڏي طاقت وارو حاڪم مڃيو ويندو هو هن پنهنجي وڪيل هٿان هڪ تيز رفتار گهوڙو سوکڙيءَ طور جام چيني کي ڏياري موڪليو ۽ اهڙيءَ طرح ٻنهي ڌرين ۾ دوستيءَ جو رستو قائم ٿي ويو. جام چينو شڪار جو وڏو شوقين هو. هڪ دفعي جاڙي مهر ٻڌايس تہ جبل جي پر ۾ هڪ چشمو آهي، جتي رات جي وقت گڏ، سرهہ ۽ ٻيا جانور پاڻي پيئڻ ايندا آهن. جيڪڏهن اوهين ڪنهن رات هلي انهن جي تاڙ ۾ ويهو تہ ڏاڍو سٺو ٿيندو. اهو ٻڌي آخرڪار هڪ رات جام چينو خان ۽ جاڙو مهر انهيءَ چشمي تي شڪار جي خيال سان ويا، ڪين ويٺي آڌي رات گذري وئي پر شڪار هٿ ڪونہ آين ۽ انتظار ڪندي ڪندي جام چيني کي ننڊ اچي وئي. اوچتو کڙڪي ٿيڻ تي سندس اک کلي ۽ چشمي جي پرسان ڪا شيءِ چرندي ڏسڻ ۾ آيس. هن يڪدم تير هلايو. جڏهن چشمي جي ويجهو وڃي ڏٺائين تہ هڪ ماڻهو تير لڳڻ سبب پوين پساهن ۾ آهي، اهو حال ڏسي جام چينو پريشان ٿي ويو. ان تي اهو زخمي ماڻهو چوڻ لڳو ته: ”منهنجو موت ايئن لکيل هو. اوهان جو ڪوبہ قصور نہ آهي، فقط هڪ وصيت ڪرڻي اٿم تہ منهنجي اولاد ۾ ٽي پٽ ۽ هڪ نياڻي آهن. جن جو خدا کانسواءِ ٻيو ڪوبہ واهہ وسيلو نہ آهي. اوهين جيڪڏهن انهن جي سار سنڀال جو بار کڻو تہ اوهان جي وڏي مهرباني ٿيندي. مون اوهان کي پنهنجو خون معاف ڪيو“. ان ڪانپوءِ جام چيني شهر ۾ اچي ان ماڻهوءَ جي اولاد جي خبر چار ورتي. مقتول جي وڏي پٽ حسين کي جاڙي مهر پنهنجو پٽ ڪري پاليو ۽ ٻين ٻن پٽن کي جام چيني پاڻ وٽ رهايو ۽ ان مقتول جي ڌيءَ سان شادي پڻ ڪيائين. جام چيني خان ۽

راڻي ڌهريءَ بلال جا چراگاهه درياهه جي ٻنهي ڪنارن تي آمهون سامهون هئا. هڪ دفعي ڄام چيني خان جو وڏو ڀاڏو (مال)، درياهه پار ڪري راڻي ڌهريءَ جي چراگاهه ۾ ڪاهي پيو. ڌهريءَ ڀاڏي کي جهلرائي سخت ڏک هٽايا. عبدالله داروغي سمورو قصو وڃي ڄام چيني کي ٻڌايو اهو قصو ٻڌي ڄام چينو باهه ٿي ويو ۽ بدلي وٺڻ لاءِ موقعي جي تلاش ۾ رهيو. اتفاق سان هڪ ڏينهن کيس پتو پيو ته ڌهري جي ڌيءَ روز پنهنجين سهيلين سان درياهه تي سير لاءِ ايندي آهي. ڄام چيني خان وجهه وٺي درياهه جي ٻي پاسي اچي ڌهريءَ جي ڌيءَ کي زوري کڻي اچي پنهنجي گهر ۾ ويهاريو. ڌهريءَ کي جڏهن اها خبر پئي، تڏهن ڪوريجا، سهتا، دل، اديجا، برفت، ڪرمتي، کهوڙ، جاڙيجا، جوکيا، لاسي، ٿهيم ۽ ٻين قبيلن جي سردارن کان مدد گهريائين. سيني ڄام چيني خان سان مقابلي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. پر هنن پنهنجي طرفان ڄام چيني خان کي خط موڪليو ته، ”اوهان جو خاندان هميشه ننگ و ناموس ۾ مشهور رهيو آهي ۽ راڻي ڌهريءَ سان اوهان جيڪو سلوڪ ڪيو آهي اهو اوهان جي وڏن جي شان کان ٻاهر آهي. اوهين انهيءَ ڳالهه جي تلافي ڪريو، ڇو ته اوهان جي خانداني عظمت جي اها ئي تقاضا آهي“. ڄام چيني خان اهڙو خط ملندي ئي ڇوڪريءَ کي پالڪيءَ ۾ ويهاري کيس عزت ۽ حرمت سان سندس گهر موڪلي ڏنو. راڻي ڌهري انهيءَ خوش اخلاقيءَ کان گهڻو متاثر ٿي ۽ پاڻ ئي ڄام چيني کي پنهنجي ڌيءَ جو رشتو ڏئي، ان سان مائٽي ڪيائين. غلام رسول مهر ”تاريخ سنڌ“ ۾ ڄام چيني جي اخلاق بابت لکي ٿو ته: ”ڄام چينو خان گهڻو رحمدل، نهٺو، عادل ۽ پاڪدامن شخص هو. هيءُ بهادريءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هن کي پالتو جانور پالڻ جو وڏو شوق هو“. ڄام چيني خان جي وفات بابت ’تحفته الڪرام‘ جو مصنف مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: ”ڄام چيني خان سانڪڙو (ساڪرو) درياهه جي ڪناري تي ڪنيات ۾ وفات ڪئي ۽ کيس اتي ئي دفن ڪيو ويو“.

**ڄام خان چانڊيو**: ناليوارو سگهڙ ڄام خان چانڊيو، ڳوٺ ٻڍي خان چانڊيي، تعلقي ۽ ضلعي بدين ۾ 1890ع ڌاري ڄائو. ننڍي هوندي کان ڳوناٺين ڪچهرين ۾ ڀهرو وٺندو هو جنهن سندس طبيعت ۾ شعر چوڻ لاءِ اُتساهه پيدا ڪيو. هن سنڌ جي مقبول داستانن کي ڏکڻ بيتن ۾ منظوم ڪيو. انهيءَ کان سواءِ نعت، منقبت، مناجات، مدح، مارئي جون ٽيهه راتيون، سسئي جون ٽيهه راتيون ۽ ٽيهه اکريون توڙي مختلف سرن ۾ بيت ۽ ڪافيون چيون. ڄام خان جي ڪلام تي سندس همعصر شاعر ’سانوڻ فقير‘ جو گهَرو اثر هو. سانوڻ فقير وانگر نوان ۽ اڇوتا لاڙي لفظ ۽ ذو معنيٰ قافيا پنهنجي ڪلام ۾ گهڻي قدر ڪم آندائين.

**ڄام دائود**: ’تحفة الڪرام‘ ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: ”مرزا غازي بيگ ترخان جي دؤر ۾ ڪڪرالي جي حاڪم ڄام ڏيسر جي پٽ ڄام هالي مرزا غازيءَ جي هڪ جاگيردار کي سندس حدن اندر گهڙي قتل ڪري فساد ڪڙو ڪيو. جنهن جو وير وٺڻ لاءِ مرزا غازي ڄام هالي تي حملو ڪيو. پر ڪري ڄام هالي جو هڪ مائٽ ڄام دائود اچي مرزا غازيءَ کي پيش پيو ۽ ڄام هالي جو بچاءُ ٿي ويو. پر ملڪ کي پنهنجي قبضي ۾ آندائين.

ڄام دائود مرزا غازي بيگ جي دربار سان وابسته ٿي ويو ۽ ڪجهه عرصي کان پوءِ ڄام دائود پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ مرزا غازيءَ کي ڏنئي. ڪڪرالي ملڪ جي زميندار يءَ جي درخواست ڪئي. سندس خدمتن کي مدنظر رکندي مرزا غازي ڄام دائود جي درخواست قبول ڪئي ۽ مذڪوره ملڪ جا ٽي حصا ڪري هڪ حصو ڄام دائود کي ڏنائين ۽ باقي ٻه حصا پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪيائين. ڄام دائود مرزا غازي بيگ جو سهرو ٿيڻ کان پوءِ خوشي ۽ خوشحاليءَ جي زندگي گذاري.

**ڄام دُرڪ**: ارڙهين صديءَ جو مشهور بلوچي لوڪ شاعر جنهن جي پنهنجي ٻوليءَ ۽ ثقافت سان گهري نسبت آهي. هي بلوچستان جا گيت ڳائڻ وارو پهريون بلوچ شاعر آهي. چيو وڃي ٿو ته ڄام درڪ ڊومبڪي قبيلي سان تعلق رکندڙ هو ۽ نصير خان قلات جي دربار جو شاعر هو. هن شاعريءَ ۾ ڪٿي ’ڄام‘ ته ڪٿي ’درڪ‘ استعمال ڪيو آهي. هڪ روايت موجب ڄام درڪ، خان آف قلات جي دور ۾ هڪ عورت تي عاشق هو. جنهنڪري خان آف قلات طرفان کيس اذيتون به مليون. ڄام درڪ جي عظمت ۽ انفراديت جو انڪشاف سڀ کان اڳ هڪ انگريز مسٽر ڊيميز ڪيو. مير مٺا خان مريءَ ڄام درڪ جي شاعريءَ جو اردو ترجمو ڪيو هي ترجمو ’درچين‘ جي نالي سان، اڪادمي ادبيات پاڪستان، اسلام آباد 1987ع ۾ ڇپايو آهي.

**ڄام ڏاتار**: نامور بزرگ سخي ڄام ڏاتار ڏهين صدي هجريءَ جي اوائل ۾ ٿي گذريو آهي. هن جو تعلق سمن جي دور سان آهي. هيءُ شهيد مخدوم بلاول جو اهم خليفو هو. روايت آهي ته هيءُ غوث بهاؤ الدين ذڪريا ملتانيءَ جي درگاهه ڏانهن جيڪي لاڙ واريون جماعتون ’ٻُنڙي جي واٽ‘ سان وينديون



ڄام ڏاتار جي مزار

هيون، سي ڄام ڏاتار وٽان دعا گهري پوءِ اڳتي وينديون هيون. آسپاس جا ماڻهو ڄام ڏاتار ۾ عقيدت رکندا هئا. ان عقيدي جي خاص صورت اها هئي، جو هو ڦندر باسيندا هئا ۽ ڏيندا هئا. اها رسم اڳيائي دور کان هلندي پئي اچي. تحفة الڪرام ۾ ليکڪ لکي ٿو ته: ”ميران محمد جونپوريءَ جي تبليغ سبب سنڌ جي مذهبي ماحول ۾ سخت ڇڪتاڻ پيدا ٿي، مخدوم بلاول ۽ سندس خليفن، ميران محمد جونپوريءَ جي سخت مخالفت ڪئي.

شاه بيگ ارغون ميران جونپوريءَ جو معتقد ٿي پيو ۽ سنڌ تي قبضي کانپوءِ مهدوين شاه بيگ ارغون جو ساٿ ڏنو. جنهن مخدوم بلاول سميت ڪافي خليفن کي شهيد ڪرائي ڇڏيو. انهن خليفن ۾ سخي جام ڏاتار به چيو وڃي ٿو. ان حوالي سان هيءُ بلاولي تحريڪ جو اهم رڪن سڏيو ويو آهي، جنهن کي مخدوم بلاول کان پوءِ شهيد ڪيو ويو هو. جام ڏاتار جو مقبرو ضلعي بينظيرآباد (نوابشاهه) ۾ آهي. هيءَ درگاهه ٽيهن ايڪڙن جي مقام ۾ قائم آهي، جنهن ۾ 120 کن اوتارا آهن. هيءَ درگاهه اوقاف کاتي جي حوالي آهي. درگاهه تي هر سال ربيع الاول مهيني ۾ پهرئين سومر تي عرس ۽ ميلو لڳندو آهي.

هڪ ٻي روايت موجب جام ڏاتار جو اصل نالو علي اصغر شاهه هو، جيڪو نقوي سادات گهراڻي ۾ 623 هه ڌاري جام صاحب کان اولهه سيد آباد ڳوٺ (جيڪو هن وقت ڪندر بڻيل آهي) ۾ ٿيو هو. ان روايت موجب هن اچ ۽ ملتان ۾ تعليم ورتي هئي. سيد علي اصغر شاهه هتي اچي مدرسو قائم ڪيو ۽ سنڌس وفات 700 هه ۾ ٿي. *(حوالو: فقير نصرت حسين، ماهوار پيغام، ڪراچي: سيپٽمبر 2011ع)*. هن روايت کي اڪثر مؤرخن ضعيف قرار ڏنو آهي.

**جام ڏاتار جو روضو:** جام ڏاتار جو روضو ڳوٺ جام صاحب، ديهه اين. 110، تعلقي ۽ ضلعو بينظيرآباد (نوابشاهه) ۾ آهي. هن جي اوڀر ۾ جام واهه، ڏکڻ ۾ ٽن ڪلوميٽرن تي گل بيگ ٽنگڙيءَ جو ڳوٺ، جڏهن ته بينظير آباد



جام ڏاتار جو روضو

جو شهر هن درگاهه کان 28 ڪلوميٽر اوڀر ۾ آهي. هي درگاهه "35 '17 $26^0$ ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "10 '30 $68^0$ ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. مقبرو چورس 7.55 ميٽر ڊيگهه ۽ ويڪر ۾ آهي، جڏهن ته اوچائي 11.50 ميٽر اٿس. هيءَ چورس رٿيل اڏاوت آهي. هن جي تعمير ۾ پڪيون سرون، گچ گارو، سيمنٽ، بهه ۽ گل گارو استعمال ٿيل آهي. دروازو ڪاٺ جو لڳل اٿس جيڪو اوڀر ۾ آهي. ان تي ڪاٺ جي اڪر جو سٺو ڪم ٿيل آهي. ڏکڻ پاسي به مستطيل لنگهه ڏنل آهي. اصل لنگهه جي مٿان طاقن وارو وڏو پانيل ڏنل آهي. لنگهه جي مٿان به ونگن وارا پانيل ٺهيل آهن. ڇت جي چوڌاري ڇڄهري ٺهيل آهي. هيٺ- ٻني تي ڪنگرا ٺهيل آهن. هر ڪنڊ تي هڪ هڪ ننڍڙو برج ٺهيل آهن. جنهن کي نيل به چون پر ان کي مٿان به فانوس وانگر اڏاوت آهي هن کي برجي به سڏي سگهجي ٿو ان مٿان ننڍي ڪلس ٺهيل آهي. اڌ گول گنبذ، جنهن تي گلن جي پتين وانگر سجاوٽ ٿيل آهي. گنبذ جي مٿان مهاپدما ڏنل آهي. جيڪا ڪاشيءَ جي ٺهيل آهي. روضي تي چن ۽ سيمنٽ جو پلستر ٿيل آهي. گچ اڻڪندو آهي. اولهه ۾ محراب ٺهيل آهي. محراب جو در ٻاهر نڪتل آهي. فرش ماربل جو لڳل آهي. اندر پنج قبرون آهن. ٻن کي ڪٽهڙو ڏنل آهي.

جام ڏاتار لاءِ چون ٿا ته اصل ۾ راجا ڏاهر آهي، پر اهڙي واچا تاريخي ثبوت گهري ٿي.

**جام ڏيسر** _I: جام ڏيسر، جام گوڙجي صاحب ولد پراگمل جيءَ جو فرزند هو، جيڪو 1707ع ۾ ڄائو. والد جي وفات کان پوءِ 1719ع ۾ ڪڇ جي گاديءَ تي ويٺو. ڪتاب 'سنڌ جي درٻار' جو مصنف جيمس برنس لکي ٿو ته: "هن ڪڇ جو مان مٿانهون ڪيو ۽ ڪڇ لاءِ عزت پيدا ڪئي. هن ڇهن فوجن کي، جيڪي شهنشاهه جي نائب، ڊل وصول ڪرڻ لاءِ موڪليون هيون، تن کي شڪست ڏئي هٽايو ۽ پنهنجون فوجون سرحد پار موڪلي سنڌ، پارڪر ۽ اوڪا منڊل ۾ فوجي چوڪيون قائم ڪيون ۽ سنڌ ۽ پارڪر جي ڌاڙيلن جي ڪارروائين کي ٻنجو ڏنو. هن ڪڇ جي نار ۽ ڏاکڻين ڪناري جي ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن کي پنهنجي حڪومت ۾ آندو. هن جي دور ۾ شير بلند خان ۽ ديو ڪرن سيٺ جي سرپرستيءَ هيٺ 1723ع کان 1730ع تائين جنگيون ٿينديون رهيون، پر مغل انهن جي باوجود ڪامياب ٿي نه سگهيا. هن انجر، مندرا ۽ رپڙ نالي قلعي بند شهر تعمير ڪرايا، ته جيئن مغل حملي آورن کان انهن شهرن کي محفوظ رکي سگهجي. هن جا پويان ڏينهن سندس پٽ شهزادي لکپت جيءَ جي شرارتن سبب ڏکيا گذريا، جو هن 1741ع ۾ کيس نظربند ڪري، سندس وزير سيٺ ڪرن کي قتل ڪرائي ڇڏيو. هن کي ٻه پٽ ٿيا: (1) جام لکپت، ۽ (2) رائڌڻ. هن 1752ع ڌاري وفات ڪئي. ڪانئس پوءِ سندس پٽ جام لکپت گاديءَ تي ويٺو.

**جام راول:** جام راول، جام لاکي جو پٽ هو، جيڪو 1535ع ڌاري ڪاٺياواڙ جي اترئين سامونڊي ڪناري تي حڪمراني ڪندو هو. ڀانن ۽ چارڻن جي روايتن موجب جام لاکي، پاواڳڙهه، ٻهادر شاهه، ۽ ٻين قلعن جو محاصرو ڪري، گجرات جي بادشاهه کان 12 ڳوٺ قبضي ۾ آندا. جيئن ئي جام لاکو قبضو وٺڻ لاءِ ويو ته کيس پنهنجن سوٽن: تماچي ۽ همير جاڙيجي رستي ۾ قتل ڪري ڇڏيو، پر جام لاکي جي پٽ راول ڪنهن نموني جان بچائي ۽ ڪڇ تي قبضو ڪري ورتائين. جام همير کي ٻه پٽ هئا. هڪ جو نالو ڪنگهار ۽ ٻئي جو نالو صاحب جي هو. اهي بادشاهه همايون مغل جي درٻار ۾ رسائي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. همايون بادشاهه سان شڪار ڪندي، هنن شينهن ماريو ته بادشاهه خوش ٿي کين ڪڇ تي چڙهائيءَ لاءِ فوج ڏني. جڏهن راول کي خبر پئي ته ٻئي شهزادا شاهي فوج

سان گڏ ڪڇ ڏانهن ڪاهيندا پيا اچن، ته هن راتو رات ڪڇ جي ڄام تماچيءَ تي حملو ڪري ڪيس قتل ڪيو ۽ ترول جي شهر تي قبضو ڪيو. ترت هن سوراشٽر تي حملو ڪري ان کي به قبضي هيٺ آندو. هن ڄام نگر شهر جو بنياد 1540ع ۾ رکيو (ڏسو: **ڄام نگر**). ڄام راول 1548ع تائين سوراشٽر جو حڪمران رهيو ۽ پنهنجي چاچي همير کي 1537ع ۾ قتل ڪري ڪڇ تي قبضو ڪيائين.

**ڄام راهو:** سنڌ جي حڪمران سمن جي نسل مان ڄام راهو ڏيرڪ پرڳڻي جو حاڪم هو. هُن راڄڌاني سنڀالڻ کان پوءِ پنهنجي ڏاڏي 'ڄام انڙ' وانگر سخا جا در کولي ڇڏيا، جنهنڪري سيني طرفن کان مڱڻا ۽ سائل وٽس اچڻ لڳا، جن کي هو سندن سوالن پٽاندر خوش ڪندو رهيو. اهڙيءَ طرح 'ڏاتار' سڏجڻ لڳو.

ڄام راهوءَ کي نه رڳو پٽن، پانن ۽ چارڻن ڳايو آهي ۽ ڏهن ڏاتارن ۾ ڳڻيو آهي، پر حضرت شاهه لطيف به پنهنجي ڪلام ۾ سندس تذڪرو ڪيو آهي:

راهوا! تنهنجي رِيتِ، پَرڪَندين پڌرِي،
گهڻا گهوڙي چاڙهيا، مُسافرِ مَسيتِ،
پُڇي ڪانه وِڏيتِ، جي آيا سي اُگهيا.

*(مرزا ممتاز- شاهه جو گنج (جديد صورتخطي) سر بلاول صفحو 471)*

مطلب ته ڄام انڙ، ڄام سپڙ، ڄام وڪئي ۽ ڄام لاکي ڦلاڻيءَ کان پوءِ ڄام راهو اهڙو سخي ۽ ڏاتار هو. جو ڪيس ڄام جکري جي دور يعني پندرهين صدي عيسويءَ تائين به ادب ۽ احترام سان ياد ڪيو پئي ويو. ڄام راهو پنهنجي حڪومت کي اتر توڙي ڏکڻ کان اڳتي وڌائي 'نارو' ۽ 'ڪڙيو' پنهنجي حڪومت ۾ داخل ڪيو. جڏهن ته اولهه ۾ بدام ۽ پيا پٽ به هن جي اثر هيٺ اچي ويا. ڄام راهوءَ کان پوءِ سندس پٽ 'ڄام داسڙو' گادي نشين ٿيو، جنهن ناري پٽ ۾ هڪ وڏو قلعو ٺهرايو، جنهن جا ڪنڊر 'شادي پلي اسٽيشن' جي لڳ اولهه طرف، ريلوي لائين جي ڏکڻ ۾ هڪ دڙي جي شڪل ۾ هينئر به موجود آهن. جنهن دڙي مان ڪئين پراڻيون شيون لڀن ٿيون.

**ڄامڙا** (ديهه): تعلقي لکيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محبت ماڇي، ڄامڙا، احمدپور، قادر بخش ڪوسو، فيض محمد ڪوسو، ڏنو ماڇي، الهه بخش بروهي ۽ ارباب شر.

- ساڳئي نالي سان تعلقي گنبٽ ۾ به هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مينهون خان ڄامڙو، ابوبڪر ماڇي، قاسم ڄامڙو، ڏٺي بخش ڄامڙو، غلام جعفر ڄامڙو ۽ حاجي در محمد.

**ڄامڙو:** سنڌ جي هڪ ذات آهي. هن جو تعلق سنڌ جي سماٽ قبيلن سان آهي. هيءَ قبيلو خيرپور ۽ شڪارپور ضلعن ۾ آباد آهي. پنجاب ۾ ديره غازي خان طرف به هي قبيلو آباد آهي. جتي هنن کي جت سمجهيو ويندو آهي.

**ڄامڙو، ڪمال:** نامور محقق، ليکڪ ۽ شاعر، ڊاڪٽر ڪمال ڄامڙو ولد لونگ خان ڄامڙو، پهرين آگسٽ 1972ع تي ڳوٺ گل محمد ڄامڙي، راڻيپور، ضلعي خيرپور ميرس ۾ پيدا ٿيو. پرائمري تعليم اباڻي ڳوٺ، مئٽرڪ ۽ انٽر راڻيپور مان پڙهڻ کان پوءِ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان بي. اي (آنرز) ۽ ايم. اي (سنڌي) ڪيائين. مئي 1998ع کان ڪراچي يونيورسٽيءَ جي شاهه لطيف چيئر ۾ ريسرچ آفيسر رهڻ کان پوءِ آگسٽ 2000ع ۾ اسلاميه سائنس ڪاليج ڪراچيءَ ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو. جنهن بعد هن ڪراچي يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي ڪئي. اهو مقالو ڪتابي صورت ۾ 2010ع ۾ ثقافت کاتي پاران ڇپايو ويو آهي. هيءَ ماهوار رسالي 'ماهه روز' ڪراچيءَ جو ايڊيٽر ۽ اسلاميه ڪاليج مئگزين 2003ع جو چيف ايڊيٽر به رهي چڪو آهي. سنڌي اخبارن ۽ رسالن ۾ ڪيترا تحقيقي مقالا، مضمون، شاعري ڇپجندي رهي ٿي. هي ريڊيو ۽ ٽي. ويءَ لاءِ ڪيتري عرصي کان سنڌي توڙي اردوءَ ۾ لکندو رهي ٿو ڪيترن سالن کان ريڊيو پاڪستان ڪراچيءَ تي ڪمپيئر ۽ اناؤنسر طور فرض سرانجام ڏيندو رهي ٿو. طارق عزيز شيخ سان گڏجي لکيل 'شاهه عبداللطيف ۽ پاڪستاني ٻولين جا صوفي شاعر'، شاهه لطيف چيئر ڪراچيءَ پاران ڇپيل آهي. ان کان سواءِ سنڌي لوڪ فنڪارن بابت ڪتاب 'سنڌي ثقافت جا امر آواز'، ثقافت کاتي پاران ڇپايل آهي.



هن وقت وفاقي اردو يونيورسٽي، ڪراچيءَ جي سنڌي شعبي ۾ استاد آهي ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران ڪراچيءَ ۾ هلندڙ سنڌي سکيا ڪلاس جو نگران به رهيو آهي. سندس رهائش ڪراچيءَ ۾ آهي.

**ڄامڙو، مريد علي:** راڳي مريد علي ولد علي بخش ڄامڙي، 1 فبروري 1975ع تي ڳوٺ گل محمد ڄامڙي، ضلعي خيرپورميرس ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان، مئٽرڪ هاءِ اسڪول راڻيپور ۽ ايم. اي (اڪنامڪس) شاهه لطيف يونيورسٽي، خيرپورميرس مان پاس ڪيائين. کيس ڳائڻ جو شوق ننڍي هوندي کان ئي هو. استاد اسڪول ۾ کيس ڳارائيندا هئا. هن جو ڀاءُ ڪريم بخش 'ڪريم' به سٺو شاعر هو. هن پهريان محفلن ۾ ڳايو. بعد ۾ 1990ع ڌاري ريڊيو پاڪستان خيرپور تي نوجوانن ۽ شاگردن لاءِ ٿيندڙ پروگرامن ۾ خبرون پڙهڻ لڳو. سندس پهريون ڪلام ناليواري براڊڪاسٽر مختيار ملڪ 'نئين ٿهي' پروگرام ۾ رڪارڊ ڪيو. هن نجم علي ۽ برڪت عليءَ کان راڳ جي سکيا به ورتي. 1992ع ڌاري وڌيڪ پڙهڻ لاءِ ڳوٺ ڇڏي ڪراچيءَ ويو، جتي ريڊيي سان لاڳاپجي ويو. ريڊيي تي ڳائڻ سميت ڪمپيئرنگ ۽ اناؤنسمينٽ ڪيائين. ڪراچيءَ ۾ ايف. ايم 101 تي آڊيو لائبريرين مقرر ٿيو. ايف. ايم تان 'سائل آزاد' جو لکيل گيت 'مين رانجها تو هير' هن جي آواز ۾ ڏاڍو مقبول ٿيو. جيڪو سندس سڃاڻپ بڻيو. هن پي ٽي وي جي پروگرامن 'روشن تارا'، 'اڏام' ۽ 'ڪچهري' پروگرامن ۾ به ڳايو. هن ان کان سواءِ هن ڪشش، ڪي ٽي اين ۽ سنڌ ٽي وي تي به پروگرام ڪيا. هن وقت سنڌيءَ ۽ اردوءَ ۾ ڳائي ٿو. کيس سٺي ڳائڻ تي پاڪستان مسلم ويلفيئر فورم پاران اوارڊ به مليو آهي.

**جام ساقي**: ناليواري سياسي ۽ سماجي اڳواڻ جام ساقيءَ جو پورو نالو محمد جام ولد محمد سچل جنجهي آهي. هن 31 آڪٽوبر 1946ع تي ڳوٺ جنجهيءَ، تعلقي ڇاڇرو، ضلعي ٿرپارڪر ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم 1953ع ۾ ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ 1963ع ۾ لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول ڇاڇري مان، انٽر 1964ع ۾ ۽ بي. اي 1967ع ۾ سچل سرمست آرٽس ڪاليج حيدرآباد مان ڪرڻ بعد ايم. اي (سياسيات) سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. جام ساقي سياسي سرگرمين جي شروعات هاءِ اسڪول ۾ پڙهڻ دوران 1961ع ۾ ڪئي. هيءُ پهريون پيرو ڪاليج واري زماني ۾ حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو. سنڌ نيشنل اسٽوڊنٽس فيڊريشن قائم ٿي ته ان جو هيءُ پهريون صدر چونڊيو. حيدرآباد ۾ ٿيل هڪ تقريب ۾ جام ساقي بنگال ۾ ٿيل فوجي آپريشن ۾ بنگالين جي قتل عام خلاف بيان جاري ڪيو. جيڪو بي. بي. سي، ريڊيو آل انڊيا ۽ ٻين عالمي نشرياتي ادارن تان نشر ٿيو. جنهن بعد ڪيس سخت حالتن ڪي منهن ڏيڻو پئجي ويو ۽ ڪيترائي سال فوجي ۽ سول قانون وٽ ملزم قرار رهيو. جنهن دوران هيءُ ڪڏهن روپوشي، ڪڏهن گرفتاري، ڪڏهن عدالتن، ڪورٽ مارشلن ۽ جيلن جي عتاب هيٺ رهيو. سندس روپوشيءَ دوران سمري ڊيوٽي اٽڪاءُ ۽ ٻين الزامن هيٺ مٿس سمري ملٽري ڪورٽ ۾ ڪيس هلائي ڪيس هڪ سال قيد ۽ ڏنڊ جي سزا ٻڌائي وئي. 10 جنوري 1972ع تي روپوشي ختم ڪري نيشنل عوامي پارٽي 'نعپ' جي مرڪزي اڳواڻن سيد باقر شاهه ۽ غلام محمد لغاريءَ جي پريس ڪانفرنس ۾ ظاهر ٿيو. ان بعد هن سنڌ جو دورو شروع ڪيو. جنهن دوران ڪيس سکر مان گرفتار ڪري حيدرآباد سنٽي ٿاڻي تي آندو ويو. جتي هن ڏهه پندرهن ڏينهن بک هڙتال ڪئي. پوءِ ڪيس 15 فبروريءَ تي جيل موڪليو ويو. جتي پڻ هن بک هڙتال شروع ڪئي، جيڪا ٻن هفتن کانپوءِ 'نعپ' اڳواڻن جي چوڻ تي ختم ڪيائين. سندس ملاقات تي ڳچ عرصي تائين پابندي رهي. جيل ۾ قيدين کي پڙهائڻ ۽ جيل جي فيڪٽريءَ ۾ پورهيو ڪرڻ سبب سندس سزا گهٽ ٿي ۽ ڪيس پهرين نومبر 1972ع تي آزاد ڪيو ويو. آزاديءَ واري ڏينهن فيض محمد قصور گرديزيءَ سان بلوچستان ويو. جتي تنهن وقت نعپ جي حڪومت هئي ۽ ولي خان، ذوالفقار علي ڀٽي سان ڳالهايو به هو ته ڪيس گرفتار نه ڪيو وڃي. هن تي 73-1972ع ۾ بغاوت جو ڪيس مڙهيو ويو جنهن دوران هن ماهوار ٽي اخبارون جاري ڪيون. جن ۾ سنڌ مان 'هلچل' (سنڌيءَ ۾) ۽ 'سرخ پرچم' (اردو ۾) ۽ بلوچستان مان 'جدوجهد' (اردو) شامل هيون. انهن مان به اخبارون: 'سرخ پرچم'، 'جدوجهد' 1980ع تائين جاري رهيون. جن جو پاڻ ايڊيٽر هو. جڏهن ته هلچل اجا تائين نڪرندڙ آهي. فوج ۽ پوليس ڇاپو هڻي ڪيس گرفتار ڪيو ۽ 1986ع تائين ڪيس مختلف جيلن ۾ رکيو ويو. جنهن کانپوءِ حيدرآباد سينٽرل جيل مان بيماريءَ جي حالت ۾ ڪڍي جناح اسپتال ڪراچي ۾ داخل ڪرڻ بعد ڪيس آزاد ڪيو ويو. هيءُ سنڌ ۾ ڪميونسٽ اڳواڻ طور اڀريو. 1988ع ۾ سوئيڊن سان تعلق رکندڙ سندس هم خيال ساٿين هن کي جرمني، بلغاريا، چيڪوسلواڪيا، سوئيڊن ۽ سوويت يونين وغيره جا دورا ڪرايا. جام ساقي ڪميونسٽ سياست کان اڳ ۽ پوءِ واري عرصي ۾ روزگار ڪي به وقت ڏنو 1964ع ڌاري هو واپڊا ۾ ڪجهه عرصو ڪلارڪ رهيو پر سياست سان گهڻي چاهه سبب هن اها نوڪري ڇڏي ڏني. 99- 1998ع ۾ هيءُ اسٽيٽ لائيف ۾ سيلز آفيسر ۽ هڪ غير ملڪي ڪيميائي ڪمپنيءَ جو ڊائريڪٽر به رهيو. جام ساقي ننڍپڻ کان ئي ادب سان به وابسته رهيو. سندس پهرين ڪهاڻي ٽنڊي محمد خان مان نڪرندڙ ٻارن جي ڪتابي سلسلي 'گلشن ادب' ۾ ڇپي. ان بعد مختلف وقتن تي سندس 7 ڪتاب شايع ٿيا. جن ۾: 'ڪاهوڙي ڪچن' (ناوليٽ: 1972ع)، 'سنڌ جي شاگرد تحريڪ' (1973ع، جيڪو ٻيو پيرو 'سنڌ جي شاگرد جدوجهد' جي نالي سان پڻ ڇپيو)، 'مظلوم قومن جو مستقبل' (انٽرويو)، 'ڇڪين جي چيت ڪري' (مضمون: 74-1973ع)، 'ضمير ڪي قيدي' (اردو: 87-1986ع)، 'ضمير جا قيدي' (سنڌي ادبي بورڊ ڇپرايو) شامل آهن. جام ساقيءَ جون سياسي وابستگيون ۽ همدرديون مختلف پارٽين سان رهيون. جن ۾: جون 1964ع کان 1991ع تائين ڪميونسٽ پارٽي؛ 1968ع کان پيپلز پارٽي؛ 1970ع کان نيشنل عوامي پارٽي (پارٽيءَ تي پابندي مڙهجڻ تائين) شامل آهن. جڏهن ته سوويت يونين ٽٽڻ کان ڪجهه سال پوءِ هو (1994ع) پيپلز پارٽيءَ جو باقاعده ميمبر ٿيو ۽ جولاءِ 1994ع کان نومبر 1996ع تائين سنڌ جي وڏي وزير عبدالله شاهه جو جبري پورهئي مامرن بابت صلاحڪار پڻ رهيو. هن وقت پيپلز پارٽي سنڌ ڪائونسل جو ميمبر ۽ پاڪستان ميڊيا ريگيوليٽري اٿارٽيءَ (پيمرا) جو (اپريل 2010ع) کان ميمبر به آهي.



**جام سپڙ**: جام سپڙ، لسٻيلي جو مشهور سخي سردار ٿي گذريو آهي، جنهن جي سخاوت تمام گهڻي مشهور هئي ۽ سندس در تان ڪڏهن به ڪو سائل خالي واپس نه ويو. جام سپڙ لسٻيلي جي رونجها ڄامن جو فرد هو. جام چوٽا کان پوءِ سندس پٽ سَپڙ ٻيلي جو حاڪم ٿيو. بهادريءَ ۽ سخا ۾ مشهور ٿيو. سنڌ جي اڪثر ڪلاسيڪل شاعرن هن جي گهڻي ساراهه ڪئي آهي. ميين شاهه عنايت ۽ شاهه لطيف ڀٽائيءَ پنهنجي ڪلام ۾ جام سپڙ کي ڳايو آهي. معمور يوسفاڻيءَ پنهنجي ڪتاب 'ست سورهيه ڏهه ڏاتار' ۾ هن کي جام سپڙ لکيو آهي. وڌيڪ لکي ٿو ته سپڙ جو ڪردار ايترو ته اهم آهي، جو هن کي سنڌ جي ڏهن ڏاتارن ۾ شامل ڪيو ويو آهي:

اَبڙو اڳهامَن ۾، سَپڙ جيئَن ٻيلي،
سي پٽ ڪنهن نه پوريا، جي ٿو پَر پيلي،
سيد سانوڻ مينهن جيئَن، رُجون ٿو ريلي،
اَچِن جي ويلي، تَن بورَ بخش پٽ-ڏٽي.

*(مرزا ممتاز- شاهه جو گنج (جديد صورتخطي) سربلاول صفحو 474)*

**جام سڪندر (اول)**: صدرالدين جام سڪندر 'اول'، جام ڪرن جي قتل کان پوءِ، سنڌ جو حاڪم بڻيو وڃئين دور جي لکندڙن هن جام جو ذڪر نه ڪيو آهي. البت جديد دور جي محققن ڪتبن ۽ قديم تحريرن جي آڌار تي، سنڌ جي هن حاڪم جي نشاندهي ڪئي آهي. ان ڏس ۾ خاص ڪري پير حسام الدين راشدي 'مڪلي نامه' ۾ مواد مهيا ڪيو آهي.

**جام سنجر عرف راءِ ڏنو:** جام سنجر (سلطان صدرالدين)، جام سڪندر کان پوءِ سنڌ جو حڪمران ٿيو. مير علي شير قانع ٺٽوي ۽ مير محمد معصوم، جام سنجر، راءِ ڏني ۽ صلاح الدين جو تذڪرو ڌار ڌار ڪيو آهي، پر موجوده وقت جا محقق سلطان صلاح الدين ۽ راءِ ڏني (رائڌڻ) جا نالا جام سنجر جا ئي هئڻ تي اتفاق ڪن ٿا. هن بابت مقصود احمد قاضي لکي ٿو ته ”اهو صدرالدين جام انڙ جو پٽ ۽ جام تماچيءَ جو پوٽو ۽ وڏي جام انڙ جو پڙ پوٽو هو“ *(ڏسو: ته ماهي مهراڻ، 1-2/2008ع)* جام سنجر گهڻو وقت ’ڪڇ‘ ۾ رهائش پذير هو. جام سڪندر جي وفات بعد هڪدم ’ننگر ٺٽي‘ پهتو، جنهن بعد اميرن سندس حڪومت تي اتفاق ڪيو ۽ سنڌ جو نئون بادشاهه بڻجي ويو. جام سڪندر جي حڪومتي دؤر ۾ سنڌ ۾ هر طرف بدامنيءَ جي باهه پکڙجي وئي هئي. ان باهه کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ جام سنجر تڪڙا فيصلا ڪري بدامنيءَ جي باهه تي ضابطو آندو. هن ڏيڍ سال جي مختصر عرصي ۾ سموري سنڌ، ولايت سمنڊ کان وٺي ماٿيلي ۽ اباوڙي جي سرحد، گاجريلي ۽ ڪنڌي تائين پنهنجي حڪومت هيٺ آندي. جام سنجر خوش مزاج انسان هو. هڪ قاضيءَ پاران رشوت وٺڻ تي ان خلاف ڪارروائي ڪري رشوت جهڙي مرض جي خاتمي جي ڀرپور ڪوشش ڪيائين. سندس حڪومتي دور ۾ سنڌ جا ڪڇ ۽ گجرات سان ڪافي بهتر لاڳاپا رهيا. هن پنهنجي حڪومتي دور ۾ سنڌ جي حفاظت خاطر ڪڇ ملڪ ۽ جوڌپور جي سرحدن تي چوڪيون قائم ڪري، سوڍن ۽ سومرن کي آباد ڪيو. جام سنجر جي موت بابت جدا جدا رايا ملن ٿا، هڪ راءِ مطابق کيس زهر جو پيالو پياري ختم ڪيو ويو. ٻي راءِ موجب هو طبعي موت مئو هو. ائين سندس اقتدار کان الڳ ٿيڻ بابت به ٻه جدا رايا ملن ٿا ته سندس وفات کانپوءِ جام نظام الدين نالي سندس پٽ سنڌ جو بادشاهه ٿيو. ٻيءَ راءِ آهي ته جام نظام الدين کي اقتدار جي واڳ سونپي پنهنجي پٽن سان گجرات ڏي نڪري ويو. سنڌ لاءِ جام سنجر جو بادشاهي دؤر ڪافي سٺو ثابت ٿيو ۽ هن جي دؤر حڪومت ۾ وڻج واپار لاءِ سڪو پڻ رائج ٿيو. جنهن جو نمونو ويجهڙائيءَ واري وقت ۾ لڌو ويو آهي، جيڪو ان وقت ۾ سنڌ جي خوشحال هئڻ جي ساک ڀري ٿو.

**جام سيف الله ڌاريجو:** پ پ پ اڳواڻ جام سيف الله ولد جام عبدالستار



ڌاريجو، 7 جون 1962ع تي عادلپور، ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ ڄائو. ڪيليفورنيا اسٽيٽ يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪئي اٿائين. سندس سياسي وابستگي شروع کان پيپلز پارٽيءَ سان رهي آهي. پهرين چونڊ 1988ع ۾ وڙهيو ۽ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو. 1990ع کان 1993ع تائين قومي اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. ان کانپوءِ 1997ع وارين چونڊن ۾ ڪامياب ٿي ايم. پي. اي ٿيو. 2002ع کان 2007ع تائين به پ پ پ جي ٽڪيٽ تان چونڊجي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. 2008ع وارين چونڊن ۾ پي. ايس- 3، سکر- 3 (پنو عاقل تڪ) تان اليڪشن کٽڻ بعد صوبائي وزير مقرر ٿيو. ڪجهه عرصو روينيو وزير بڻيو ۽ هن وقت آبپاشي کاتي جو صوبائي وزير آهي. سندس ڀاءُ جام اڪرام ڌاريجو پڻ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر آهي.

**جام شورو**[1] (ضلعو): جام شورو، جيڪو دادو ضلعي جي تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه ۽ يونين ڪائونسل جو درجو رکندو هو، ان کي ڊسمبر 2004ع ۾ انتظامي طرح ڌار ’جام شوري ضلعي‘ جو درجو ڏنو ويو. هن ضلعي جي اتر ۾ دادو ضلعو، اوڀر ۾ سنڌو ندي ۽ حيدرآباد ضلعي جو ڪجهه حصو، اولهه ۾ کيرٿر جبل ۽ ڏکڻ ۾ حيدرآباد، ٺٽو ۽ ڪراچي ضلعا اچي وڃن ٿا. هي ضلعو 115/7 چورس ڪلوميٽرن تي پکڙيل آهي. جنهن ۾ چار تعلقا: سيوهڻ، مانجهند، ڪوٽڙي ۽ ٿاڻو بولا خان شامل آهن. جام شوري جو صنعتي علائقو ڪوٽڙيءَ کان نوري آباد تائين پکڙيل آهي، جتي سائيٽ ايريا ۾ 100 کن ننڍا ۽ وڏا ڪارخانا قائم آهن.



ضلعو جام شورو

جام شوري ضلعي ۾ قديم ماڳن جو هڪ سلسلو موجود آهي، جيڪو موهن جي دڙي ۽ مهرڳڙهه واري دور کان شروع ٿئي ٿو. هن ضلعي جي قديم ماڳن مڪانن ۽ شهرن ۾ رني ڪوٽ جو قلعو، سيوهڻ شهر، سيوهڻ جو قلعو، قلندر شهباز جو مقبرو، پڳو توڙهو جبل، لڪي تيرٿ، لڪي شاهه صدر شهر ۽ شاهه صدرالدين لڪياريءَ جو مقبرو، ڪائيءَ جو غارون، آمري، ڪوهتراش ٻُٺي، علي مراد واهڻ، ڪرچات، پوکڻ ڪوٽيرو، بيبيءَ جي پٽ، ٺٺنگ، احمد شاهه سائيٽ، عارب جو ٿاٽو، کجور لانڊي، ٻچائي لانڊي، حجوٽو، ٽڪو بارڻ، سن شهر، شاهه حيدر سنائي، شاهه جرار ۽ جي. ايم. سيد جون مزارون، مخدوم ساهڙ لنجار جي مزار، نئين موهن، نئين بارڻ وغيره شامل آهن. هن ضلعي جي قديم ماڳن مڪانن تي ناميارن آرڪيالاجسٽن فيئر سروس ۽ اين. جي. مجمدار ڪم ڪيو آهي. هن ضلعي جي قديم ماڳن مان آمريءَ جا آثار وڏي اهميت رکن ٿا، جيڪي موهن جي دڙي جي تهذيب کان به اڳ جا آهن. هن ضلعي جي ڳوٺن جهانگارن، باجارن کان هڪ قديم سڙڪ نڪري ٿي، جنهن جو ڏنگ عربي سمنڊ تي وڃي ٿئي ٿو. هتان ئي قافلا سامونڊي سفر لاءِ ساموندي بندرن تي پهچندا هئا. هن ئي سڙڪ سان محمد بن قاسم کي گرفتار ڪري واپس بغداد موڪليو ويو هو.

جام شوري ضلعي ۾ ايشيا جي وڏي ۾ وڏي ڍنڍ منڇر به واقع آهي. جام شوري کي سنڌو سڀيتا (Indus Civilization) لاءِ مکيه لنگهه به ڪوٺيو وڃي ٿو. هتان ئي سيوهڻ کان پوءِ کيرٿر جو جابلو سلسلو شروع ٿئي ٿو جنهن جي ڄمار ايم. ايڇ. پنهور 39 کان 47 ملين سال ڄاڻائي آهي. هن ضلعي جي ڪجهه حصي ۾ کيرٿر نئشنل پارڪ به اچي وڃي ٿو. ڪوهستاني جابلو پٽي به هن ضلعي ۾ آهي. هن ضلعي ۾ ڪانيو، ڪارو ۽ سورجاڻي جبل به آهي.

سنڌو ندي هن ضلعي جي سيوهڻ کان ڄامر شوري تائين سنڌي سينڌ وانگر وهي ٿي، جنهن جي ڪپ تي لڪي شاهہ صدر، آمري، سن، مانجهند، ڀڏاپور، انڙپور، علي آباد، پيٽاري، ڄامر شوري ۽ ڪوٽڙيءَ جا شهر واقع آهن. مشهور تفريح گاهہ ٻڍو جبل بہ هن ئي ضلعي ۾ آهي. ڄامر شوري ويجهو المنظر جو تفريحي ماڳ، سنڌو نديءَ جي ڪناري تي ٺهيل ريسٽورينٽ آهي، جيڪا سنڌو درياهہ تي ڄامر شوري پل ويجهو ڊسٽرڪٽ ڪائونسل دادوءَ ٺهرائي هئي. هتان ئي ڦليلي واهہ، ڪوٽڙي بئراج جا واهہ نڪري لاڙ واري حصي کي آباد ڪن ٿا.

ڄامر شوري ضلعي جي قديم ترين قبرستانن ۾ ٽوئنگ، ٻونيشن وارو قبرستان ۽ ڄامر لوهار وارو قبرستان اچي وڃن ٿا. هتي تاريخ کان اڳ واري دؤر جون ڪيترين قديم روهيون ۽ ڪوٽيڙا موجود آهن. جهڙوڪ: حسين شاهہ ڪوٽيڙو، سَند ڪوٽيڙو، رجب باريجو، حاجي قاسم باريجو وغيره. زردتشت دؤر جا ڪيترا گبربند جهڙوڪ: دنبار گبربند ۽ گز گبربند بہ هن ضلعي ۾ موجود آهن. خود رني ڪوٽ جي دروازي تي زردتشتين جو آتشڪدو ۽ ميري ڪوٽ ۾ زردتشت دور جا نشان ملن ٿا. ڄامر شوري ضلعي جي ڳوٺ انڙپور لڳ دولهہ دريا خان جي اوطاق بہ موجود هئي، جيڪا هن وقت کنڊرن جي صورت ۾ موجود آهي.

**ڄامر شورو**2 (شهر): ڄامر شورو ميرن جي آخري دور ۾ هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو جيڪو ڄامر شوري نالي هڪ شخص ٻڌايو هو هي ڳوٺ ڪيترا ورهيہ ضلعي ڪراچيءَ جي حدن ۾ رهيو، پر 1931ع ۾ جڏهن دادوءَ کي ڪراچيءَ کان ڪٽي ڌار ضلعو ٺاهيو ويو تہ ڄامر شورو، دادو ضلعي جي ڪوٽڙي تعلقي جي حدن ۾ اچي ويو، ۽ ڄامر شوري کي هن تعلقي جي هڪ ديھہ جي حيثيت ڏني وئي. سنڌ يونيورسٽي ۽ سپر هاءِ وي ٺهڻ کان اڳ ڄامر شورو يونين ڪائونسل جو درجو رکندڙ شهر هو.

ڄامر شورو، سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪپ تي حيدرآباد کان اُتر اوير ڪنڊ تي 18 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي '26 '25 ڊگريون اُتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '20 '68 ڊگريون اوير ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي.

ڄامر شورو شهر، سنڌ صوبي توڙي پاڪستان جي اهم تعليمي درسگاهن: سنڌ يونيورسٽي، لياقت يونيورسٽي آف ميڊيڪل اينڊ هيلٿ سائنسز (LUMHS)



۽ مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽيءَ جي ڪري بہ مشهور آهي. ان کان سواءِ هتي سنڌي ادبي بورڊ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، بيورو آف ڪريڪيولم، سنڌ ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ جهڙا ادبي ۽ علمي ادارا بہ موجود آهن.



انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامر شورو

ڄامر شوري شهر کان ڪجهہ فاصلي تي ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو واقع آهي، جتان ملڪ جي اعليٰ سياسي شخصيتن جناب آصف علي زرداري (صدر پاڪستان)، سيد جلال محمود شاهہ (اڳوڻي ڊپٽي اسپيڪر سنڌ اسيمبلي)، سيد ضياء شاهہ (SUP اڳواڻ) ۽ نوجوان دانشور جامي چانڊيي ۽ ٻين تعليم حاصل ڪئي آهي.

سنڌ يونيورسٽي، سنڌ جي قومي اڳواڻن جي. ايمر. سيد ۽ ميران محمد شاهہ جي ڪوشش سان قائم ٿي هئي، 1951ع ۾ ان جي ڪئمپس پهرين حيدرآباد ۾ ۽ بعد ۾ علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ جي ڪوشش سان ڄامر شوري ۾ قائم ٿي (وڌيڪ ڏسندا: سنڌ يونيورسٽي، اينڊڙ جلد). 1881ع ڌاري انگريز دور ۾ ڄامر شوري ۾ هڪ ميڊيڪل اسڪول قائم ٿيو هو، جيڪو 1942ع ۾ ڪاليج ٿيو. 1951ع ۾ هي ميڊيڪل ڪاليج سنڌ يونيورسٽيءَ سان ملحق ٿي لياقت ميڊيڪل ڪاليج بڻيو ۽ هن وقت يونيورسٽيءَ جي حيثيت حاصل ڪري چڪو آهي. (وڌيڪ ڏسندا: لياقت يونيورسٽي آف ميڊيڪل اينڊ هيلٿ سائنسز، اينڊڙ جلد) 1963ع ۾ انجنيئرنگ جي تعليم جي فروغ لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ انجنيئرنگ ڪاليج قائم ٿيو، جنهن کي 1977ع ۾ يونيورسٽيءَ جو درجو مليو (وڌيڪ ڏسندا: **مهراڻ يونيورسٽي آف انجنيئرنگ اينڊ ٽيڪنالاجي، اينڊڙ جلد).**

ڄامر شوري شهر، ڪئمپس ۽ ڪالونيءَ ۾ ڪيترائي اديب ۽ عالم ڊاڪٽر حبيب الله صديقي، امداد حسيني، سحر امداد، ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، عبدالقادر جوڻيجو، محمد قاسم ماڪا، اياز عالم ابڙو، ڊاڪٽر تنوير جوڻيجو، محمود مغل، نياز پنهور ۽ ٻيا رهن ٿا. مرحوم طارق عالم ابڙو بہ هتي رهندو هو.

ڄامر شوري جي حدن مان نئشنل هاءِ وي ۽ پاڪستان ريلوي لائين گذرن ٿا. هتي سنڌ يونيورسٽي ريلوي اسٽيشن بہ آهي.

**ڄامر شورو**3 (ديھہ): تعلقي قاسم آباد، ضلعي حيدرآباد جي هڪ ديھہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ ۽ علائقا شامل آهن:

گلستان سجاد، چانڊيا ڳوٺ، سومرا ڳوٺ، چنا ڳوٺ، ڪرن شورو ڳوٺ، ڪولهي ڳوٺ، ٻٽائي نگر، ڀُڏو خان پالاري، حاجي طيب، پنهڻ ڳوٺ، محمد سومرو ۽ جمعو سومرو.

**ڄام صادق علي**: نالي‌وارو سياستدان ۽ سنڌ جو اڳوڻو وزيراعليٰ ڄام صادق علي، 1935ع ڌاري موجوده تعلقي ڄام نواز علي، ضلعي سانگهڙ ۾ پيدا ٿيو. سندس والد ڄام ڪانيو خان بهادري، سخاوت ۽ سماجي خدمت جي حوالي سان سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور هو ان ڪري اڄ به سنڌ ۾ چوڻي موجود آهي ته "تون ڪهڙو ڪانيو خان آهين؟" ڄام ڪانيو خان ۽ سندس خاندان جو پنهنجي علائقي ۾ اڄ به وڏو اثر آهي.



ڄام صادق عليءَ پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات 1950ع واري ڏهاڪي ۾ بلدياتي چونڊن ۾ بيهڻ سان ڪئي. ان ڪان پوءِ هن مسلم ليگ (ڪنوينشن) ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ اولهه پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ايوب خان جي حڪومت ۾ پهرين پارلياماني سيڪريٽري ۽ پوءِ مملڪتي وزير ٿيو. 1970ع جي چونڊن ۾ آزاد اميدوار طور سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ان ڪان پوءِ هو پاڪستان پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ ممتاز علي خان ڀٽي جي ڪابينا ۾ مڪاني ادارن جو وزير ٿيو رئيس غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جي ڪابينا ۾ به ڄام صادق بلديات، هائوسنگ ۽ ٽائون پلاننگ جو وزير رهيو. 1977ع ۾ پاڻمرادو جلاوطني اختيار ڪري ملڪ ڪان ٻاهر ويو. 1989ع ۾ پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت قائم ٿيڻ ڪان پوءِ وطن واپس موٽي آيو ۽ وزيراعظم جو صلاحڪار مقرر ٿيو. جڏهن صدر غلام اسحاق خان، محترمه بينظير ڀٽو (شهيد) جي حڪومت ختم ڪئي ته ڄام صادق کي سنڌ جو نگران وڏو وزير مقرر ڪيو ويو. 1990ع وارين چونڊن به ڪٽيون ۽ نوازشريف جي دؤر ۾ ڪيس سنڌ جو وزيراعليٰ مقرر ڪيو ويو. هن جا وڏ وزارت دوران پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سان سخت سياسي اختلاف رهيا. سندس دؤر ۾ الذوالفقار جي الزام هيٺ ڪيترا ڪارڪن گرفتار ٿيا. ڄام صادق علي ڪري ڳالهه ڪرڻ ۾ مشهور هو ۽ جيڪو به فيصلو ڪرڻو هوندو هوس، سو ڪري ڏيکاريندو هو. پوءِ ان جا پليِ کهڙا به مثبت يا منفي نتيجا نڪرن. ڄام صادق علي 1991ع ۾ وڏي وزير هئڻ واري دؤر ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو سنڌ اسيمبليءَ مان بل پاس ڪرائي، اُن جو قيام عمل ۾ آندو. 1992ع ۾ ڄام صادق علي شديد بيمار ٿي پيو ۽ سيد مظفر حسين شاهه کي بين الصوبائي رابطن جو انچارج بڻائي پنهنجا اڪثر اختيار ان جي حوالي ڪيائين. ڪابينا جي اجلاسن جي صدارت ڪرڻ ڪان وٺي پاليسي فيصلن جا اختيار سيد مظفر شاهه حوالي رهيا. ان باوجود هيءَ پنهنجي عهدي تي برقرار رهيو ۽ ان عهدي تي موجودگيءَ دوران ئي، ڪينسر سبب ڪراچيءَ جي هڪ اسپتال ۾ داخل ٿيو ۽ 5 مارچ 1992ع تي ڪراچيءَ ۾ پنهنجي رهائشگاهه تي وفات ڪيائين. ڪيس سندس اباڻي ڳوٺ ڄام نواز عليءَ ۾ دفن ڪيو ويو. سندس جنازي نماز ۾ اڳوڻي صدر غلام اسحاق خان، وزيراعظم نواز شريف، سنڌ جي گورنر محمود اي. هارون سميت اهم سياسي ۽ سماجي شخصيتن شرڪت ڪئي. ڪانئس پوءِ سيد مظفر حسين شاهه کي 6 مارچ 1992ع تي سنڌ جو وڏو وزير مقرر ڪيو ويو.

ڄام صادق علي جي اولاد مان ڄام معشوق علي پڻ مختلف وزارتن تي رهي چڪو آهي. ان ڪان سواءِ سندس ڀائٽيو ڄام مدد علي ڪجهه عرصو سنڌ اسيمبليءَ ۾ مخالف ڌر جو اڳواڻ رهيو. جڏهن ته هن وقت پيپلز پارٽيءَ سان مخلوط حڪومت سان وزير طور شامل آهي.

ڄام صادق عليءَ جي باري ۾ ڪافي لکيو ويو آهي. سنڌ جي تعليمي ماهر سيد غلام مصطفيٰ شاهه، ڄام صادق عليءَ جي زندگي ۽ سياست تي انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب 1993ع ۾ لکيو هو. جنهن ۾ ڄام جي شخصيت، سوانح ۽ سياست جي ڪافي ڄاڻ ملي ٿي.

**ڄام صديق ابڙو**: 'تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر' ۾ غلام رسول مهر ڄاڻائي ٿو ته: "ڄام صديق ابڙو ڪلهوڙن جي مريدن مان هو. ميان الياس ڪانپوءِ سندس ننڍو ڀاءُ ميان شاهه علي عرف ميان شاهل محمد اڳواڻ بڻيو. گادي تي ويهڻ سان مريدن ۾ اضافو ٿيڻ شروع ٿيو ۽ ميان شاهل محمد جي حڪمن تي مريد پوکي راهيءَ کي وڌائڻ لڳا. لاڙڪاڻي ۾ ڳهاڙ واهه سندس کوٽايل آهي. هن واهه جي ٻنهي ڪپن واري زمين سانگي ۽ ابڙا برادري کان حاصل ڪري پنهنجي اولاد ۽ پائرن ۾ ورهائي. پاڻ حبيباڻي ڳوٺ ۾ رهڻ لڳو. ان صورتحال ۾ ڄام صديق ابڙو ۽ ڄلال خان ابڙو ميان شاهل جي مريدي ڇڏي هليا ويا ۽ ٻين زميندارن سان گڏجي بکر جي نواب کي دانهن ڏنائون ۽ ڄام صديق ابڙي بکر جي نواب جي مدد سان ميان شاهل محمد کي قتل ڪرائي ڇڏيو.

**ڄام صلاح الدين سمو** (1404-1392ع): ڄام صلاح الدين 'ڄام انڙ ثاني'، پنهنجي پيءُ ڄام تماچيءَ ڪانپوءِ سنڌ جو حاڪم ٿيو هن ٻارنهن سال سنڌ تي حڪومت ڪئي، هن جي ئي زماني ۾ امير تيمور هندستان تي حملو ڪيو. تيمور جي جنگين ۾ لکين بيگناهه هندستاني قتل ٿي ويا ۽ ننڍي کنڊ ۾ وڏي تباهي آئي. تيمور جي پوٽي مرزا پير محمد ملتان تائين ڦرلٽ ڪئي. مير معصوم بکري لکي ٿو ته: سنڌ هن تباهي ۽ بربادي‌ءَ کان مير ابوالغيث بکريءَ جي سفارش سبب محفوظ رهي. 1398ع ۾ شاهه لطيف رح جو جد امجد سيد حيدر هرات کان هالا ڪندي پهتو سيد حيدر سنڌ ۾ شادي ڪئي، جنهن کان پوءِ سندس اولاد متعلوي سيد سڏجڻ لڳو. امير تيمور جي حملي کان پوءِ دهلي سلطنت جو مڪمل خاتمو ٿي ويو ۽ هر طرف بغاوتون ۽ پيچ ڌاهه ڏسڻ ۾ آئي. مير معصوم ڄام صلاح الدين جي دور کي هن طرح بيان ڪيو آهي: "پهريائين سرحد جي معاملن ڏانهن متوجهه ٿيو. جيڪي باغين جي سرڪشيءَ ڪري هيٺ مٿي ٿي ويا هئا. انهيءَ ٽوليءَ جي انتظام لاءِ هڪ لشڪر موڪليائين. آخر هن ٽوليءَ جي تاديب ۽ تنبيهه کان پوءِ ڪڇ ڏانهن متوجهه ٿيو ڪڇي ماڻهن سان ڄام صلاح الدين جون سخت لڙائيون ٿيون، پر سڀئي جنگيون ڄام صلاح الدين کٽيون. ڄام صلاح الدين هڪ اهڙو حڪمران هو جيڪو رعيت ۽ لشڪر ٻنهي جي چڱيءَ طرح پرگهور لهندو هو" هن ٻارهن سال ۽ ڪجهه مهينا حڪومت ڪئي، جنهن کان پوءِ حڪمراني واري دؤر ۾ ئي انتقال ڪيائين. پر مقصود احمد قاضي، ڄام صلاح الدين لاءِ لکي ٿو ته ڄام رائڏڻ کان پوءِ ئي ڪڇ جي ڄاڙيجن جو سنڌ جي دربار ۾ باقاعده اچڻ وڃڻ شروع ٿيو. ان کان پوءِ ڄام صلاح الدين

جو رستو بہ ڪِچ جي جاڙيجن سان تمام سنو رهيو. ايتري قدر جو راءِ ڀيم جيءَ سندس حمايت ۾ وڙهڻ لاءِ لشڪر بہ موڪليو. ان سلسلي ۾ مير معصوم بکري جي تحرير جو اقتباس هن طرح آهي تہ 927هہ/ 1521ع ڌاري جام صلاح الدين سنڌ جي حڪومت هٿ ڪرڻ لاءِ جاڙيجن، سوڍن، سمن ۽ ڪنگهارن جو ڏهن هزارن تي مشتمل لشڪر وٺي آيو هو ۽ سارنگ ۽ رڻمل سوڍي جي اڳواڻيءَ ۾ وڙهڻ لاءِ تيار ٿيو. شاهہ حسن ارغون، شاهہ بيگ جي حڪم تي 14 محرم 927هہ تي شال مان لشڪر وٺي روانو ٿيو. هن لشڪر 927هہ (1521ع ڌاري) ٺلٽيءَ وٽ شاهہ حسن ۽ جام فيروز جي گڏيل فوج سان مقابلو ڪيو ۽ فتح حاصل ڪئي، جنهن ۾ جام صلاح الدين جو پٽ هيبت خان مارجي ويو ۽ خود جام صلاح الدين بہ مارجي ويو. *(حوالو: تہ ماهي مهراڻ، 1-2/2008ع)*

**جام علاؤالدين جوڻو بن بابينو** (ٻيو: 1388-1371): هيءُ ڀهريون پيرو جام تماچيءَ جي معزول ٿيڻ بعد سنڌ جو حڪمران ٿيو. جام تماچيءَ جيئن دهلي سلطنت کي خراج ڏيڻ بند ڪيو تہ جام جوڻي ڌارين سان هٿ ٺاهي، سندس حڪومت جو خاتمو آڻڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو. جام تماچي ۽ جام بابينو 1371ع کان 1388ع تائين دهليءَ ۾ نظربند رهيا. مير معصوم بکريءَ کان روايت آهي تہ جام جوڻي خلاف سنڌ ۾ بغاوتن منهن ڪڍيو ۽ ان ناراضپي کي شاهي قوت جي مدد سان چيپائيو ويو. هن ئي ڀهريون پيرو دربار اندر ۽ سنڌتعليم تدريس لاءِ پارسي کي نافذ ڪيو. ان لاءِ ڪيس تاريخ وطن فروش ۽ گيدي قرار ڏئي ٿي. هيءُ جام تماچيءَ کان 773هہ/1371ع ۾ دهلي سلطنت جي مدد سان حڪومت هٿ ڪرڻ بعد پوريءَ ريت دهلي سلطنت جي پاليسين تحت حڪمراني ڪندو رهيو. تڏهن شيخ حماد جماليءَ هن بابت بيت ڏنو تہ:

جوڻو مت اوڻو آءُ تماچي آءُ،
سماجهي ٻاجهہ پئي، تو سين ٿئو راءُ

هن مجموعي طرح 18 سال سنڌ تي حڪومت ڪئي. هن پنهنجي حڪمراني واري وقت ۾ فارسي ٻولي، سرڪاري ٻوليءَ طور نافذ ڪئي ۽ ڀهريون پيرو درٻاري لکپڙهہ ۽ تعليم تدريس لاءِ پڻ هن ڌاري زبان کي اختيار ڪيو ۽ ان کي غلبو ڏياريو. هن جي زماني ۾ پوري سنڌ اندر بغاوتون ٿينديون رهيون ۽ سنڌي ماڻهن پنهنجي هن گيدي حاڪم خلاف هر طرح سان مهاڏو اٽڪايو ۽ وطن فروشي ڪرڻ تان پنهنجي ڪروڌ جو اظهار ڪيو. پر فوجي قوت سان هر ايرندڙ بغاوت کي دٻايو ويو. هن جي حڪومت دوران فيروز تغلق جو موت ٿيو. دهلي سلطنت جي منتشر ٿيڻ سان هن جي حڪومت پڻ ڪمزور ٿي ۽ جام تماچي دهليءَ مان آزاد ٿي سنڌ پهتو. جنهن بعد هڪ پيرو ٻيهر راڄ ڀاڳ جي منشا مطابق جام تماچي حڪومتي منصب تي ويٺو. جام جوڻي جي حڪمراني ختم ٿيڻ بعد فارسي زبان کي بہ نيڪالي ملي ۽ سنڌ جي ماڻهن ۾ سرهائي آئي. جام علاوالدين جوڻو 1389ع مطابق 791هہ ۾ وفات ڪري ويو.

**جام علي شير سمو** (1406-1412ع): 'تحفة الڪرام' ۾ مير علي شير قانع لکي ٿو تہ: جام نظام الدين اول جي وفات کان پوءِ ٿئي ۾ سخت بدامني پکڙجي وئي، آخرڪار اميرن جي فيصلي مطابق جام علي شير کي سنڌ جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. هيءُ هن خاندان جو اٺون حڪمران هو. جام علي شير سنڌ جو تخت سنڀاليندي ملڪ ۾ پيدا ٿيل افراتفريءَ کي ختم ڪري امن امان قائم ڪرايو. هن خلق سان انصاف ۽ احسان سان پيش اچي، اڳين حڪمرانن جي ڪمزورين جو ازالو ڪيو. هيءُ نهايت داناءُ ۽ دلير انسان هو. هن واپار وغيره جو چڱو انتظام رکيو. سندس حڪومت جي دؤر ۾ پوري ملڪ اندر امن امان قائم رهيو ۽ رعيت تمام خوشحال هئي. آخر ۾ جام علي شير سير سفر ۽ شڪار جو شوقين ٿي پيو. هڪ رات درياهہ جي سير تان واپس اچي رهيو هو. تڏهن حويليءَ جي دروازي تي باغي سمن سردارن هٿان شهيد ٿي ويو.

**جام غلام قادر خان:** جام غلام قادر خان ولد مير غلام احمد 1917ع ڌاري ڄائو. سندس والد لسٻيلي جو حڪمران هو. هن ابتدائي تعليم گهر ۾ ئي حاصل ڪئي. ان کان پوءِ 'ايچي سن' ڪاليج لاهور ۾ داخل ٿيو پر والد جي وفات سبب تعليم جاري نہ رکي سگهيو. 1937ع ۾ پنهنجي والد جي جاءِ تي رياست لسٻيلي جو حڪمران ٿيو. 1948ع ۾ رياست لسٻيلي جو پاڪستان سان الحاق ٿيو تہ ڪجهہ وقت تائين پاڪستان جي قانون ساز اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. مئي 1962ع جي چونڊن ۾ ڪراچيءَ مان قومي اسيمبليءَ جو رڪن منتخب ٿيو ۽ ڪجهہ عرصو اولهہ پاڪستان ۾ اوقاف کاتي جو وزير رهيو. اپريل 1973ع ۾ بلوچستان جو وزيراعليٰ منتخب ٿيو. 31 ڊسمبر 1975ع تي صوبائي ڪابينا ٽوڙي وئي تہ کيس گورنر مير احمد يار خان جو سينئر صلاحڪار مقرر ڪيو ويو. اپريل 1977ع ۾ بلوچستان اسيمبليءَ جو اسپيڪر چونڊيو ويو ۽ مارشل لا جي قيام (جولاءِ 1977ع) تائين ان عهدي تي فائز رهيو.



**جام فتح خان:** هيءُ سما سلطنت جو يارهون ۽ اهم تخت ڌڻي ٿي گذريو آهي. سندس دؤر حڪومت 1413ع کان 1428ع تائين رهيو. مؤرخن جام فتح خان جي باري ۾ لکيو آهي تہ سندس حڪومت پندرهن سالن تائين رهي. جام فتح خان تخت سنڀالڻ شرط حڪومت جي قاعدن ۽ سلطنت جي ضابطن کي مضبوط ڪري سرڪاري معاملن ۾ ڏاڍي سجاڳي ۽ هوشياري ڏيکاري. سندس سخاوت، بهادري ۽ مروت مشهور هئي. جام فتح خان جي زماني ۾ سنڌ کان ٻاهر بہ اهم واقعا ٿي گذريا. هن جي زماني ۾ منگولن سنڌو درياهہ ٽپي دهلي ۽ ديبال پور تائين ڦرلٽ جي بازار گرم ڪئي. هن دور ۾ 1414ع ۾ دهلي سلطنت تي 'سيد' خاندان قبضو ڪيو. سمن سلطانن ۾ جام فتح خان ڀهريون حاڪم هو. جنهن گجرات سان سياسي لاڳاپن سان گڏ سماجي تعلقات بہ قائم ڪيا. هن پنهنجي نياڻي جامزادي گجرات ۾ مخدوم جهانيان جي پوٽي قطب عالم (1388هہ-1454ع) کي پرڻائي ڏني. سنڌين ۽ گجراتين ۾ مٽي مائٽيءَ جو اهو سلسلو پوءِ گهڻو عرصو جاري رهيو. جام فتح خان 1428ع تي وفات ڪئي. *(تحفة الڪرام ۽ تاريخ معصومي)*.

**جام فيروز سمو:** هيءُ سما سلطنت جو آخري بادشاهه ۽ جام نظام الدين سمي عرف جام ننڍي جو پٽ هو. هيءُ ڀهريون ڀيرو 1508ع کان 1512ع تائين سنڌ جو تخت ڌڻي رهيو. جام ننڍي جي وفات وقت، جام فيروز اڃا ننڍي عمر جو هو، ان ڪري جام ننڍي جي هدايتن موجب سلطنت جا سڀ معاملا سنڌ جي سورهيه شهيد دولهه دريا خان جي حوالي ٿيا. ٺٽي جي شهرين دولهه دريا خان ۽ جام سارنگ جي فيصلي موجب ننڍي عمر جي جام فيروز کي سنڌ جو جائز حڪمران تسليم ڪيو. مير محمد معصوم جي مطابق جام فيروز جوانيءَ ۾ تخت تي ويٺو هو، تنهنڪري عيش عشرت ڪي لڳي ويو. گهڻو وقت اندر حرم ۾ رهڻ لڳو. ڪڏهن ڪڏهن ٻاهر ايندو هو ته مسخرا سنڌس مجلس ۾ هوندا هئا. سنڌس وقت ۾ سما ۽ خاصخيلي ذات وارا شهر جي ماڻهن تي ڏاڍا ظلم ڪندا هئا. جام فيروز ملڪ جي اندروني معاملن ۾ غلط پاليسي اختيار ڪئي، جنهن سبب دولهه دريا خان ۽ ٻيا مکيه صلاحڪار ڪانئس الڳ ٿي ويا ۽ ٻئي طرف ڪڇ ۽ گجرات سان پڻ سنڌس سلوڪ اطمينان جوڳو نه رهيو. ان پس منظر ۾ سلطان مظفر گجراتي جي مدد سان جام صلاح الدين ننگر ٺٽي تي چڙهائي ڪئي. مارچ 1512ع (محرم 918ھ) ۾ سنڌ جي اميرن ۽ گجراتي لشڪر جي مدد سان هن سنڌ جي حاڪميت تي قبضو ڪيو ۽ جام فيروز ڪنهن جنگ کان سواءِ تختگاهه کي خالي ڪري ويو. ان وقت هن جي حڪومت جو گاديءَ وارو هنڌ ٺٽو هو. هن جي غلط هلت جي ڪري ڪمزوريون پيدا ٿيون ۽ دولهه دريا خان ٺٽو ڇڏي وڃي ڳاها شهر وسايو ۽ مڪتب کوليائين. ان بعد پنهنجي والده کي ساڻ ڪري جام فيروز، دولهه دريا خان وٽ ويو ۽ تخت ورائڻ لاءِ حڪمت عملين جوڙڻ جي اپيل ڪئي. اهڙيءَ ريت دولهه دريا خان هن کي مانَ ڏيندي، ڪيس بکر ۽ سيوهڻ مان لشڪر تيار ڪري ٺٽي تي ڪاهي ويو. جنهن دوران جام صلاح الدين تخت ڇڏي گجرات ڀڄي وڃڻ تي مجبور ٿي ويو. اهڙيءَ ريت دولهه دريا خان جي سرڪردگيءَ هيٺ فوج ٺٽي کي پنهنجي ضابطي هيٺ آڻي ورتو. ان بعد 12 آڪٽوبر 1512ع (ڀهرين شوال 918ھ) هڪ ڀيرو ٻيهر جام فيروز تخت ڌڻيءَ جي حيثيت سان ٺٽي ۾ داخل ٿيو ۽ ان خوشيءَ ۾ جشن ملهايا ويا. ٻيو ڀيرو حاڪم ٿيڻ بعد به جام فيروز دربار جي شاطروزيرن جي چالن کان پاڻ بچائي نه سگهيو ۽ دولهه دريا خان کي حڪومتي معاملن کان پري رکيائين. ان دوران هن پنهنجو سڪو پڻ جاري ڪيو، پر مسلسل لاپرواهين عيوض هيءُ سنڌ جي آزاد حيثيت کي بحال رکي نه سگهيو. حڪومتي معاملن کان پري هوندي به سنڌ تي ڪاهي ايندڙ ارغونن جي لشڪر سان دولهه دريا خان فوج ڪَٺي ڪري، وڏي بهادريءَ سان وڙهيو ۽ شهيد ٿي ويو. ان دوران لاهري بندر تي پورچوگيزي پنهنجي واپاري ڪوٺي قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. ٻئي طرف مڪار وزيرن جي چوڻ تي هلي، هن ڪيبڪ ارغون کي ۽ سنڌس ماڻهن کي ٺٽي ۾ ترسايو جن اڳتي هلي سنڌ تي پنهنجو قبضو ڄمائي ورتو ۽ سنڌ ڌارين جي تسلط هيٺ اچي وئي.

**جام ’فيروزالدين‘ انڙ:** سومرن کان پوءِ سنڌ ۾ سمن جي حڪومت جو پايو وجهندڙ جام انڙ عرف جام ’فيروزالدين‘ انڙ، جام ٻاٻيني (لاکي گوراڙي) جو پٽ ۽ لاکيار جو پوٽو وڏين صلاحيتن وارو سردار هو جنهن جي هٿ هيٺ لاڙ، لسٻيلي ۽ سبيءَ کان وٺي مڪران ۾ رهندڙ سمن جا قبيلا متحد ٿيا هئا. هن جو ذڪر سڀ کان اڳ ابن بطوطه جي سفرنامي ۾ ملي ٿو. جنهن مطابق جام انڙ، محمد تغلق جي اميرن مان هو ۽ سيوهڻ ۾ رهندو هو. جڏهن محمد تغلق، ملڪ رتن کي سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪيو ته جام انڙ ۽ امير قيصر روميءَ کي اها ڳالهه نه وڻي ۽ انهن وجهه وٺي شڪار جي بهاني سان ڪيس جهنگل ۾ وٺي وڃي مارائي ڇڏيو ۽ پاڻ ملڪ فيروز جي نالي سان ان جي جڳهه والاريائين. انهن حالتن ۾ جام انڙ، سيوهڻ ۾ پاڻ کي غير محفوظ سمجهي لاڙ جو رخ ڪيو. امير قيصر رومي اتي ئي رهيو. ملتان جو نائب حڪمران عماد الملڪ، سيوهڻ واري بغاوت کي ڪچلڻ ۽ ملڪ رتن جو بدلو وٺڻ لاءِ دهليءَ جي حڪم نامي سان سيوهڻ تي ڪاهي آيو. قيصر روميءَ قلعي ۾ پناهه ورتي ۽ چاليهه ڏينهن بعد امان گهري. عماد الملڪ ڪيس امان ڏني، سنڌس ٻاهر نڪرڻ تي واعدي تان ڦري ڪيس مارائي، لاش ۾ ٻهه ڀرائي قلعي جي مٿان ٽنگي ڇڏيائين ۽ قلعي وارن جو وڏو ڪوس ڪيائين. اهو سڄو واقعو ابن بطوطه پنهنجي سفرنامي ۾ لکيو آهي، جيڪو همعصر ماخذ هئڻ ڪري اعتبار جوڳو آهي.

هي واقعو 34-1333ع ۾ ٿي گذريو. ان بعد سنڌس باري ۾ فيروز تغلق جي درٻاري تاريخن مان خبر پوي ٿي، جيڪي ساڳئي نالي ’تاريخ فيروز شاهي‘ سان ضياءُ الدين برني ۽ شمس سراج عفيف جون لکيل آهن ۽ جام انڙ جا همعصر ماخذ آهن. هنن ماخذن مان خبر پئي ٿي ته محمد تغلق، جام انڙ جي بغاوت کان ناخوش هو. ملڪ رتن جي مارجڻ بعد جام انڙ، لاڙ واري علائقي ۾ حڪومت حاصل ڪري چڪو هو جتي هن، محمد تغلق جي باغي امير طغيءَ کي پناهه به ڏني هئي.

ان عرصي دوران همير سومرو، عمرڪوٽ واري علائقي تائين محدود ٿي چڪو هو. جام انڙ جي حڪمرانيءَ جو دور 1351ع کان 1353ع تائين (لڳ ڀڳ ٽي سال) ليکيو ويندو آهي، جڏهن تغلقن جي درٻارين ڀهريون ڀيرو حڪمران طور سنڌس ۽ سنڌس خاندان جو ذڪر ڪيو. نه ته سنڌس حڪمرانيءَ جو دور سيوهڻ جي بغاوت کان هڪدم پوءِ سمجهڻ گهرجي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ به هن جي راءِ تي پهتل آهي ته جام انڙ 1351ع کان گهڻو اڳ حڪمران طور نظر اچي رهيو آهي.

لوڪ روايتن جي ذخيري ۽ تاريخي ماخذن مان اها تصديق نه ٿي ٿئي ته جام انڙ، همير سومري سان جنگ ڪري ملڪ تي قبضو ڪيو هو. پر سنڌس دؤر ۾ همير سومرو ڪمزور ٿي عمرڪوٽ تائين محدود ٿي ويو هو ۽ سنڌ تي ٻيهر اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ عين الملڪ ماهروءَ جي مدد سان دهلي دربار سان رابطي ۾ هو. دهلي دربار، همير سومري کي هڪ مهري طور سمجهندي هئي. باقي همير سومري سان ماهرو ۽ دهليءَ جي تغلق حاڪمن جي ڪا به سچائي نه هئي. جنهنڪري سنڌ تي اختيار حاصل ڪرڻ بعد هنن همير سومري يا سنڌس وارثن کي ملڪ ڏيڻ بدران سمن کي ئي حڪمران برقرار رکيو.

محمد تغلق، جام انڙ کي آڻ مڃرائڻ جي خواهش دل ۾ سانديي سونديا وٽ مري ويو. تاريخ فيروز شاهيءَ ۾ فيروز تغلق، محمد تغلق جي سنڌ فتح ڪرڻ جي خواهش جو ذڪر ڪندي ان خواهش جي پورائيءَ لاءِ سنڌ تي فوج چاڙهڻ جي تياري ڪندي نظر اچي ٿو. پر اهي ئي ماخذ آهن، جيڪي سنڌ جي سمن جي بهادريءَ جو ذڪر ڪرڻ سان گڏ پنهنجن حڪمرانن جي پريشانيءَ ۽ مصلحت سان انهن کي پنهنجي قابوءَ ۾ ڪرڻ جو ذڪر ڪندي نظر اچي رهيا آهن.

ڄام انڙ جي وفات 1354ع ۾ ٿي. ان بعد سندس پاءُ ڄام جوڻي ۽ ڄام اُنڙ جي پٽ ڄام بابيني (ثانيءَ) جي گڏيل حڪومت قائم ٿي.

لوڪ روايتن ۾ ڄام هالي هٿان همير سومري جي مارجڻ واري راويت جي بنياد تي محقق اهو خيال ڪن ٿا ته همير سومري جي مارجڻ ۾ ڄام انڙ جو هٿ هو. اهڙي قسم جون روايتون ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ’جنگ ناما‘ ۾ ڏنيون آهن. جيڪي سنڌ جي تاريخ ۾ مونجهارا پيدا ڪري رهيون آهن. جڏهن ته ڊاڪٽر صاحب پاڻ ئي ماهروءَ جي خطن جي بنياد تي واضح نشاندهي ڪري ٿو ته همير سومرو 1365ع تائين زنده هو ۽ حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪري رهيو هو. جڏهن ته ڄام انڙ ڪانئس گهڻو اڳ سنڌ تي حڪمراني ڪري 1353ع ۾ طبعي موت مري چڪو هو. *(حوالو: سمن جي سلطنت)*

**ڄام ڪاراٽڙو:** هن جو اصل نالو ڄام ڪارايل ولد ڄام پينگهر سمو هو. ڪڇ جي ’گرڙيي ابڙاسيي‘ جو رهاڪو هو. هن جو والد ڪڇ جي رياست جو سردار هو. ڄام ڪاراٽڙو ننڍپڻ کان ئي حساس طبيعت ۽ غريبن جو همدرد هو. ان وقت جا شاهوڪار غريبن سان ڏاڍايون ڪندا هئا. ۽ راجا غريبن جي ڪا به مدد نه ڪندا هئا. ان ڪري هن راجائن ۽ اميرن خلاف بغاوت ڪئي. اميرن جو مال لُٽي غريبن ۾ ورهائي، سندن هر ڏُکيءَ ويل مدد ڪندو هو. ماڻهو کيس ڄام ڪارايل بدران ’ڪاراٽڙو ڪونڌر‘ سڏيندا هئا. ڄام ڪاراٽڙو جڏهن به ڪنهن سردار يا امير جي محل ۾ ڦُر ڪرڻ ويندو هو ته اڳواٽ اطلاع ڪري، کيس تاريخ ۽ وقت ٻڌائيندو هو ۽ ڏنل وقت تي سخت پهري هوندي به مال ڦُري ايندو هو. هُن جي عادت هئي ته جنهن به محلات يا حويليءَ ۾ ڦُر ڪرڻ ويندو هو ته پاڻ سان پوتيون کڻي ويندو هو. جيڪي گهر ڌياڻين کي اوڍائي پوءِ مال کڻندو هو. هُن ڪڏهن به عورتن کان زيوَر نه لهرايا ۽ نه ڏاج جو سامان کسيو. ماڻهو کيس ’سرهو چور‘ سڏيندا هئا. ان وقت سنڌ ۾ هڪ مالدار ’سارو سنگهار‘ مشهور هو. اهو جڏهن مال سانگي ڪڇ ويو ته سندس ڪاراٽڙي سان واسطو پيو ۽ هن پنهنجي ڌيءَ ڪپوريءَ سان سندس شادي ڪرائي. ان کان پوءِ ’سارو سنگهار‘ جڏهن واپس سنڌ موٽيو ته ’ڪاراٽڙو‘ به ساڻس گڏ عمرڪوٽ ضلعي جي ناري واري علائقي ۾ اچي رهيو. اها خبر جڏهن ڪڇ جي راجا ۽ ٻين اميرن کي پئي، تڏهن هنن اهو هُلايو ته ’ڪاراٽڙو‘ بي همت ٿي پيو آهي، جنهنڪري ڪڇ ڇڏي ويو آهي. اها ڳالهه جڏهن هُن ٻڌي ته ترت ڪڇ پهچي ويو ۽ اتان جي راجا کي نياپو ڪيائين ته اڄ رات تنهنجي محلات مان مال ڦريندس. راجا محلات جي ٻاهران ڪاهيون کوٽائي، سُڪل گاهه ۽ ڇيٽا گڏ ڪرائي ڇڏيا. جيئن ئي ڪاراٽڙو محل ۾ داخل ٿيو ته گاهه ۽ ڇيٽن کي باهه ڏني وئي. جنهنڪري سندس ساهه منجهي پيو ۽ ڪاهيءَ ۾ ڪِري پيو ۽ راجا جي پهريدارن مٿس حملو ڪري کيس ماري وڌو. راجا هُن جو سِرُ وَڍائي، سندس سهري ’سارو سنگهار‘ ڏي موڪليو ۽ ڌڙ اتي ئي دفن ڪرائي ڇڏيو سندس زال ڪپوريءَ جي روح راڙي کي ڏسي شاهه عبداللطيف ڀٽائي فرمايو:

ڪارايلَ جي ڪوڏَ، مون ڪينجهَرُ سَڀ نهاريو،
وَري واهِيرِي نـه وَريـا، لَلا لاڪيٽيءَ لوڏَ،
هِنئين جنين هوڏ، سي هَنجڙا سَڀُ هَلي وِيا.

*(شاهه جو رسالو: سر ڪارايل (الف-ب وار) مرتب ڊاڪٽر محمد عالم سومرو، صفحو 472)*

**ڄام ڪانيو خان:** تاريخ ۾ به ڄام ڪانيو خان ڄاڻايا ويا آهن. هڪ روايت موجب سما خاندان جي آخري حڪمران ڄام فيروز جو چوڏهون پڳدار ڄام ڪانيو خان ولد ڄام محمد شريف ٿي گذريو آهي. ٻيءَ راءِ موجب ڄام ڪانيو خان، ڄام جوڻي جي اولاد مان هئڻ ڪري سندن خاندان وارا جوڻيجا سڏجڻ ۾ آيا. ان ڪري هي خاندان سنڌ جي جوڻيجا قبيلي جو پڳدار گهراڻو تسليم ڪيو وڃي ٿو.



ڄام ڪانيو خان جا وڏا سترهين صدي عيسويءَ ۾ لڏي موجوده ڳوٺ ڄام نواز علي، ضلعي سانگهڙ ۾ وينا. هي خاندان سخاوت ۽ بهادريءَ ۾ مشهور هو. ڄام مٺا خان لاءِ مشهور آهي ته هو چانديءَ جي روپين جون چليون پري ورهائيندو هو. سندس وفات کان پوءِ 1924ع ۾ سندس ننڍو پاءُ ڄام ڪانيو خان هن خاندان جو پڳدار ٿيو.

ڄام ڪانيو خان اڳتي هلي وڏو بردبار ۽ دانشمند شخص ثابت ٿيو. انگريز دور ۾ ڪيترن سالن تائين مئجسٽريٽ ۽ جسٽس آف پيس رهيو. هن جو ننڍو پاءُ ڄان محمد به خانداني روايت موجب سخاوت ۽ عام ڀلائيءَ جي ڪمن ۾ مشهور هو. نوابشاهه جي لوڪلبورڊ هاءِ اسڪول جي هاسٽل جي تعمير ۽ ٻيا ڪيترا سماجي ڀلائيءَ جا ڪم سندس خرچ سان ٿيا.

ڄام ڪانيو خان نه رڳو وڏو مهمان نواز هو، پر ڀٽائيءَ جو به وڏو عاشق هو. هن لاءِ مشهور هو ته جڏهن ڀٽائيءَ جي مزار تي حاضري ڏيڻ ايندو هو ته ڪيترائي ڪوهه پري نوڪرن سميت گهوڙن تان لهي، جُتي لاهي، پنڌ اچي خيراتون ڪندو هو. پاڻ چانديءَ جي روپين جون خرزينون پري ايندو هو ۽ پٽ شاهه تي اچي غريبن جي واهر ڪندو هو. وٽس هر قسم جا گهوڙا هوندا هئا. سنڌ جي ميلن ملاکڙن ۾ به ويندو هو. اتي به سندس عام لنگر هلندو هو. ملهن ۽ فنڪارن جو وڏو قدردان هو. سندس دوستيءَ ۾ سيد علي محمد شاهه ڄاموٽ مٽيارين وارو، سر شاهنواز ڀٽو، نواب نبي بخش خان ڀٽو، نواب غيبي خان چانڊيو، مير بنده علي خان ٽالپر ۽ ٻيا شامل هئا.

ڄام ڪانيو خان اعليٰ تعليم يافته نه هو، پر خدا کيس ڪيترين ئي صلاحيتن بخشيون هيون. هن روشن دماغيءَ، دبدبي، حشمت ۽ سخاوت سان زندگي گذاري. سندس خاندان وٽ ابتدا کان وٺي ڪافي زرعي زمين رهي. ڄام ڪانيو خان پنهنجي دولت خدا جي راهه ۾ ۽ سماج جي سُڌاري لاءِ خرچ ڪئي، جنهنڪري سندس نالو سنڌ ۾ سخاوت جي حوالي سان مثالي سمجهيو ويندو آهي ۽ کيس ’حاتم طائي ثاني‘ سڏيو ويندو آهي.

ڄام ڪانيو خان جي پنهنجي ننڍي پاءُ ڄام ڄان محمد سان مثالي محبت هئي. جڏهن 11 آگسٽ 1954ع تي ڄام ڄان محمد لنڊن ۾ وفات ڪئي ته پاءُ جي وڇوڙي ڄام ڪانيو خان کي وڏو دلي صدمو رسايو ۽ ڇئن مهينن بعد، 6 ڊسمبر 1954ع تي وفات ڪري ويو. ڄام صاحب کي ٻه پٽ ٿيا. هڪ ڄام مٺا خان عرف ڄام صادق علي خان ۽ ٻيو ڄام شير علي.

**جام ڪرارالدين:** جام ڪرارالدين ولد جام ولي محمد ڪوريجي، 15 جون 1929ع ڌاري چنيجا، تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. سنڌي 4 درجا چنيجا جي اسڪول مان پڙهيو. مڊل ڏيپارجا مان پڙهڻ بعد ستين درجي تائين مدرسي هاءِ اسڪول نوشهري فيروز ۾ پڙهيو ان بعد مئٽرڪ بمبئي يونيورسٽيءَ مان سيڪنڊ ڪلاس ۾ (1947ع) ۾ پاس ڪيائين. ان وقت پوري سنڌ ۾ مئٽرڪ جا ٽي سينٽر: ڪراچي، شڪارپور ۽ حيدرآباد هوندا هئا. هن ان وقت ۾ ڪراچي سينٽر ۾ مئٽرڪ جو امتحان ڏنو. بي. اي جو پهريون سال ڪراچي يونيورسٽي ۽ ٻيو سال سنڌ يونيورسٽيءَ 1951ع مان مڪمل ڪيائين. ايل. ايل. بي، ڪراچي يونيورسٽيءَ مان 1953ع ۾ ڪيائين. 1954ع کان وڪالت جي پيشي سان وابسته ٿيو. پهريون سال ڪراچي ۽ پوءِ موري ۾ وڪالت ڪيائين. لڳاتار 10 سالن تائين فيلڊ مارشل ايوب جي دؤر ۾ يونين ڪائونسل لليا پٽڻ جو چيئرمئن رهيو. ان کان پوءِ لوڪلبورڊ نوابشاهه جو ميمبر رهيو. ان کان پوءِ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. 1985ع کان سياسي وابستگيون غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جي پارٽيءَ سان رهيس، جيڪي اڄ تائين قائم آهن. 1988ع جي صوبائي اسيمبليءَ جي اليڪشن ۾ رضا محمد ڏاهريءَ کان هارائي ويو. 97-1991ع تائين سينيٽر چونڊيو. پوءِ رٽائر ٿيو. جنهن کانپوءِ سندس فرزند ڊاڪٽر جام نور محمد سياست ۾ آيو. جيڪو پهريون پيرو 2005ع وارين چونڊن ۾ تعلقي ڪائونسل موري جو ناظم چونڊيو ويو. جام ڪرار الدين سينيٽر هئڻ کان سواءِ ٻاهرين ملڪن جا دورا پڻ ڪيا آهن.



**جام ڪرن:** هن جي حڪومت جو فقط ڏيڍ ڏينهن رهيو. جام علي شير جي وفات کانپوءِ جام ڪرن پنهنجن پائرن جي رضامندي ۽ اتفاق سان سنڌ جي ڄامن سمن جي خاندان مان نائون نمبر حاڪم بڻيو. پر هن ۾ سيني کي گڏ هلائڻ وارو مزاج موجود نه هو. حڪمران ٿيڻ کان پهرين جام ڪرن جا دربار جي ڪن اميرن سان سخت اختلاف هئا، تنهنڪري حڪومت سنڀالڻ جي پهرين ٿي ڏينهن، هن انهن اميرن جي قتل جو پروگرام ٺاهيو. ان ٿي مقصد سان هن تخت نشيني جي ٻئي ڏينهن دربار سڏائي ۽ خاص توڙي عام ماڻهن سان مختلف معاملن تي بحث ڪيو. گهڻي بحث بعد ڪاڏي جو دسترخوان وڇايو ويو. جيئن ئي ڪاڏي کائڻ بعد هيءُ پاڻيخاني طرف ويو ته ڪجهه ماڻهن مٿس حملو ڪري ڏنو ۽ اميرن کي مارائڻ جي ڪڙڪ پوڻ تان هن کي قتل ڪيو ويو.

**جام ڪنگهار (پهريون):** ڪتاب 'Cutch- The Jareja Dynasity (Genealogy)' موجب جام همير جا چار پٽ: صاحب، ڪنگهار، رائب ۽ اليو جي نالن سان هئا. سردار همير جيءَ کي جام راول نالي هڪ جاڙيجي قتل ڪيو. پيءُ جي قتل کان پوءِ همير جيءَ جو پٽ ڪنگهار مدد لاءِ احمد آباد جي ناظم ڏانهن پهچي ويو. جيڪو سندس پيٽو هو. ناظم کيس خوشيءَ سان مدد ڏيڻ قبول ڪئي ۽ هن کي قوم جي سرداري ۽ قاتل کان سندس غضب ٿيل حق وٺي ڏيڻ لاءِ هڪ فوج رواني ڪئي. جڏهن ناظم جي فوج ويجهو پهتي، تڏهن راول پنهنجن رفيقن سان ڪاٺياواڙ پهچي وڃي نوان ننگر (جام نگر) نالي شهر جو پايو وڌو. جيڪو اڄ تائين سندس پوين جي قبضي ۾ آهي. راءِ ڪنگهار، موروي کي مرڪز بڻائي، جام راول خلاف جدوجهد شروع ڪئي ۽ ڊگهي جدوجهد کان پوءِ آخرڪار 1548ع کان راءِ ڪنگهار ڪڇ جو حڪمران ٿيو ۽ ڀُڄ ۾ قلعو ٺاهي ان ۾ رهڻ لڳو. تان ته ميرزا عيسيٰ خان ترخان جي ڏينهن ۾ ميرزا باقي ترخان تمام بڇڙي حالت ۾ اتي پهتو. ان سلسلي ۾ تاريخ طاهريءَ جو بيان آهي ته، "ڪنگهار پرينديئي مرزا باقيءَ کي سڃاڻي ورتو. سندس بڇڙا حال ڏسي ڏاڍو افسوس ڪيائين. پوءِ سندس مدد ڪري کيس عزت آب سان پاڻ وٽ رهايائين. تنهن کان سواءِ ٻين ماڻهن به مرزا باقيءَ جي چڱي دل جوئي ڪئي. *(حوالو: ته ماهي مهراڻ، 1-2/2008ع)*.



راءِ ڪنگهار 1585ع ۾ وفات ڪئي، کيس به پٽ جام پرمل ۽ جام ڀوجراج جي نالي سان هئا. راءِ کان پوءِ وارا سمورا حڪمران جام بدران راءِ لقب استعمال ڪندا رهيا آهن. ويندي هن پوئين دور ۾ لکيل تاريخن ۾ جام همير ۽ ان کان مٿي وارن حڪمرانن لاءِ به 'راءِ' جو خطاب استعمال ڪيو ويندو آهي.

**جام ڪنگهار (ٻيو):** جام ڪنگهار، جام ميگها جيءَ جو پُٽ هو. جيڪو پنهنجي چاچي جام ڀوجراج جو پٽيلو پڻ هو. جام ڀوجراج جي وفات کانپوءِ 1644ع ڌاري ڀُڄ جي تخت تي ويٺو. هن کي همير نالي هڪ پٽ هو. هن 1655ع ۾ وفات ڪئي. سندس تذڪرو 'The History of Kutch' ۾ موجود آهي.



**جام گوڙجي_ I:** ڪتاب 'Cutch- The Jareja Dynasity (Genealogy)' موجب جام گوڙجي اول، رائو پراگمال جو وڏو پٽ هو. گوڙجي، پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ 1715ع ڌاري گاديءَ تي ويٺو. سندس حڪومت جو عرصو صرف ٽي سال رهيو. جيڪي هن پيءُ جي ڪيل نقصانن کي پوري ڪرڻ ۾ گذاريا. هن جام پرگمال جي طرفان ڏنل جاگيرون واپس ورتيون. هن انهن سان تمام گهڻي همدرديءَ وارو ورتاءُ ڪيو. جيڪي سندس پيءُ جي حڪمرانيءَ واري دور ۾ ايذايا ويا هئا. هن غير آباد زمينن کي آباد ڪري رعيت کي خوشحال ڪرڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي. هن کي پنج پٽ هئا: (1) جام ڏيسر، (2) جام راءِ ڀاجي، (3) جام جيواڻي، (4) جام هجو ۽ (5) جام امرو.

جام گوڙجي اول، 1719ع ۾ وفات ڪئي.

**ڄام گوڙجي- II**: هيءُ ڄام لکپت جو پٽ هو. هيءُ 1734ع ڌاري ڀُڄ ۾ ڄائو. هيءُ پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ 1761ع ۾ ڪڇ جي گاديءَ تي ويٺو.



پنهنجي وزير پونجا جي مخالفت جي ڪري هن جي حڪومت ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي دفعا ڪڇ تي حملو ٿيو. هر دفعي ملڪ ويران ڪيو ويو. ٻه ڀيرا هن کي غلام شاهه ڪلهوڙي جي ڪاهن کي مُنهن ڏيڻو پيو. ميان غلام شاهه پهريون حملو 1762ع ۾، ۽ ٻيو حملو 1765ع ۾ ڪيو. هن پنهنجي هڪ مخلص مصاحب سيٺ ديو ڪرن کي ماريو ۽ ان جي پٽ سيٺ پونجي کي بيعزتو ڪيو. سيٺ پونجو پهرين ته گوشائتو ٿي ويٺو. پر جڏهن راءِ گوڙجي حڪمران ٿيو ته هو وزير ٿيڻ جي آس ۾ وڻس وڃڻ لاءِ تيار ٿيو. پر ڪيس خبر پئي ته راءِ گوڙجي ته مورڳو ڪيس مارڻ جي پويان آهي. تنهن کان پوءِ سيٺ پونجو ڀڄي سنڌ ۾ آيو. ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ڪيس هٿو هٿ ورتو ۽ نيٺ ڪڇ تي ڪاهه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ميان غلام شاهه. راءِ لاکي جي پٽ راءِ گوڙجيءَ جي دور ۾ ڪڇ تي ڪاهيو ۽ ڪڇ جا ڪافي علائقا فتح ڪرڻ بعد راءِ گوڙجيءَ بستا ۽ لکپت بندر جي عيوض صلح جي درخواست ڪئي. غلام رسول مهر، تاريخ ڪلهوڙا ۾ لکي ٿو ته راءِ گوڙجي ٻنهنجي ڀيڻ جو سڱ ڏيڻ جو اقرار به ڪيو. پر پوءِ راءِ گوڙجي معاهدي تان ڦري ويو. هن نه رڳو معاهدي جا شرط نه مڃيا، بلڪ پنهنجي مخلص مصاحب سيٺ پونجي کي گهرائي پنهنجي اڳيان زهر پي مرڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. نيٺ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ٻيهر ڪڇ تي چڙهائي ڪئي. غلام رسول مهر ان حملي جو سال 1178 هه (65-1764ع) ڄاڻائيندي ٻڌائي ٿو ته جڏهن سنڌي فوج ڀڄ کان رڳو پنج ڪوهه پري هئي ته راءِ وري صلح جي درخواست ڪرڻ سان گڏ پنهنجي سؤٽ جي ڌيءُ ميان صاحب جي نڪاح ۾ ڏني. ميان غلام شاهه هن راڻيءَ کي 'سنڌ راڻي' جو خطاب ڏنو ۽ مائٽيءَ جي نسبت سان بستا ۽ لکپت بندر ڪڇ جي راءِ کي واپس ڪيا ويا. *(حوالو: ته ماهي مهراڻ 1-2/2008ع)* هن کي ڪل 10 زالون هيون، جن مان هڪ جهالا راڻي به هئي. هن کي ٻه پٽ ٿيا. (1) رائڌڻ- II ۽ (2) پرٿويراج سنگهه جي (ڀائيجي باوا). هن 1778ع ۾ وفات ڪئي.

**ڄام لاکو**: ڄام لاکو 1350ع ڌاري ڪڇ جو حاڪم ٿيو. اصل ۾ ڄام جاڙي جي ڀاءُ ويرجيءَ جو پٽ هو ۽ چاچي ڪيس پٽيلو ڪري پاليو هو. ان ڪري 'جاڙيجو' ڪري سڏيو ويو. سندس اولاد به ان نسبت سان اڄ تائين 'جاڙيجا' سڏجي ٿو. *(حوالو: ته ماهي مهراڻ، 1-2، 2008ع)*

**ڄام لاکو ڦلاڻي**: ڄام لاکو ڦُلاڻي، سنڌ جو نامور سورمو ٿي گذريو آهي. شاهه لطيف ڪيس سُر ڌهر ۾ ساراهيو آهي ۽ سنڌ جي سگهڙن لاکي ڦلاڻيءَ کي 'ستن سورهين' ۽ 'ڏهن ڏاتارن' ۾ شمار ڪيو آهي. ڄام لاکو ڦلاڻي ڪڇ جي ڀُڄ واري علائقي جي مشهور سمي سردار 'ڄام ڦل' جو پٽ هو. سندس ماءُ جو نالو سونل ٻائي هو. ڄام لاکي ڦلاڻيءَ جي رهائش وارو هنڌ 'شيخاڻي گهاڙي'، شڪور ڊنڊ کان ڏهاڪو ميلن جي پنڌ تي آهي. هيءَ ڊنڊ 120 چورس ميلن ۾ پکڙيل آهي ۽ پراڻي وقت ۾ ساگرو ڊنڊ، رڻ ندي ۽ پراڻ هن ڊنڊ ۾ وهندا هئا. لاکي ڦلاڻيءَ جي جنم بابت دوها ملن ٿا:

لاڇان لاکو جنميو، ٻارس وري ٻُڌ وار،
لاکو پوت سموند کو، ڦول گهر اوتار.
سنبت نو سئو چاهتر، ٻيج تِٽ ڪاتڪ ماس،
جس ڏنُ لاکو جنميو، سورج جوت پرڪاش.

[سهڻن لڇڻن وارو لاکو، سنبت نو سؤ چاهتر جي، ڪتي مهيني جي 12 تاريخ، ٻيج تِٽ جي سج ايرڻ مهل ڄائو.] اهو سال عيسوي سن موجب 918ع ٿيندو.

تاريخي ماخذن موجب لاکو ڦلاڻي ڪڇ جي راءِ همير جو همعصر هو ۽ جاڙيجي حاڪم راءِ ڪنگهار جي دور ۾ ٿي گذريو آهي. ڄام لاکو اڳتي هلي 'لوڙائو' (لوڙون هڻندڙ) بڻيو. ان بابت سگهڙن جي روايت آهي ته راءِ ڪنگهار هڪ مالدار ريٻارڻ تي عاشق هو. جنهن جي ڪري ريٻارين جو من وڏيل هو. هڪ ڀيري هنن ڄام لاکي جا خاص ماڻهو 'جسو' ۽ 'جسراج' ماري وڌا. راءِ ڪنگهار انصاف ڪرڻ بدران ڄام لاکي کي ئي ڏوهي قرار ڏنو. جنهن تي ڄام لاکو/ لوڙائو بڻجي پيو. ريٻارين ۽ راءِ ڪنگهار جاڙيجي خلاف لوڙيون/ ڌاڙا هڻڻ شروع ڪيائين.

ڄام لاکي اها روش، پنهنجي پيءُ ڦل جي وفات کان پوءِ تبديل ڪئي ۽ پنهنجو راڄ سنڀالي اعلان ڪيائين ته آءٌ 'لاکو لوڙائو'، نه پر 'لاکو ڦلاڻي' آهيان. هاڻي ڌاڙا نه هڻندس.

شاهه لطيف به لاکي جي ان ڪردار کي ڳايو آهي:

لاکا لک سُجهن، ڦلاڻيءَ ڦيُر ٻيو
جهن پر راڻا، راڄيا، ڪوڙن- ڏٽي ڪنبن،
جنهن جو جاڙيجن، ستي سنچو نه لهي.

*(مرزا ممتاز شاهه جو گنج (جديد صورتخطي) سرڌهر، صفحو-400)*

ڄام لاکي ڦلاڻيءَ پنهنجي دور ۾ سڀ کان اڳ ڪيراڳڙهه نالي هڪ مضبوط قلعو ٺهرايو. جنهن لاءِ ڪافي اوڏ گهرايائين. ڪوٽ جي ڪم دوران ڄام لاکي جي نگاهه ٻيلي نالي اوڏ جي نياڻيءَ تي پئي ۽ اُن هٿان دل ڪسائي ويٺو. روايت موجب هن بروقت ماڻهو موڪلي ٻيلي اوڏ کان ڌيءَ جو سڱ گهريو. جنهن خوشيءَ سان رشتو قبول ڪيو. جنهن بعد ڄام لاکي جو اُن ڇوڪريءَ سان نڪاح ٿيو. ڄام لاکي اوڏن کي تمام گهڻو نوازيو. ملڪ ۾ پاڻيءَ جي اڻاٺ محسوس ڪري، اوڏن هٿان ٻه وڏا تلاءَ کوٽايائين. جن مان هڪ تي 'لاکاسر' ۽ ٻئي تي 'ٻيلاسر' نالو پئجي ويو. اهي ٻئي تلاءَ اڄ تائين ساڳين نالن سان سڏجن ٿا.

اها به روايت آهي ته جڏهن ڄام لاکو ڦلاڻي ڪڇ مان ڄڃ وٺي مهر راڻي پرڻجڻ پئي آيو، تڏهن ٺٽي جان محمد واري آمري مقام وٽان پراڻ درياهه اُڪريو هو ۽ آمريءَ ۾ منزل انداز ٿيو هو. پراڻ درياهه ۾ ان وقت وڏو پاڻي هو. ان ڪري سندس ڏاج جو سامان پُسي پيو. جيڪو هن آمريءَ جي ڪنڌيءَ تي لٺيءَ جي ٽارن ۽ ٻين وڻن تي سڪائڻ لاءِ وجهرايو هو. جڏهن اهو سامان اُس تي سُڪي خشڪ ٿيو ۽ لاهڻ جي تياري ٿي ته ڄام لاکي همراهن کي روڪي

هن شاديءَ جي هيءَ پهرين اوڊائي آهي. تنهنڪري اهي ڪپڙا اتي ئي رهڻ ڏيو ان بعد ٻيو سامان خريد ڪري اڳتي وڌيو.

لاکي جي ان روايت کي شاهه لطيف سُر ڏهر ۾ هن ريت ڳايو آهي:

جهوني تون پراڻ، جڳ ڇنيهه سنبرين،
تو کي ڏنا هاڻ، لاکي جهڙا پهيڙا.

ڄام لاکي جو حسب نسب جديد تحقيق موجب هن ريت بيهي ٿو: لاکو پٽ ڦل، پٽ ساهڙ، پٽ مهڙ، پٽ ويرو (ويراهه)، پٽ ساند، پٽ پلي، پٽ رائڌڻ، پٽ ڪاڪو، پٽ سمو پٽ انڙ...

لاکو ڦلاڻي چوڏهين صدي عيسويءَ جي شروع ۾ سنڌ، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جو سورهيه سردار ٿي گذريو آهي، جنهن چوڙن سمن جي نائب طور ڪڇ تي راڄ ڪيو. هن کان پوءِ سندس پائٽيو ڄام پونئرو ڪڇ جو حڪمران ٿيو. جيڪو سنڌ جي حڪمران همير سومري جو همعصر هو. پونئري کان پوءِ ڪڇ تي ڄاڙيجن جو راڄ قائم ٿيو. جيڪي لاکي گوراڙي جي پٽ ڄام انڙ (سنڌ جي پهرئين سمي حڪمران) جو اولاد هئا.

لاکي ڦلاڻيءَ جو نالو سنڌ جي سمن ۾ عام معروف رهيو آهي، ان ڪري ڄام لاکي گوراڙي ۽ خاص طرح ڄام راول جي پيءُ ڄام لاکي هالي ڄاڙيجي جا واقعا هن جي واقعن سان ملي جُلي ويا آهن.

ڄام لاکي ڦلاڻيءَ جي آخري دور ۾ گجرات جي حاڪم مولراج سولنڪيءَ ڪڇ تي ڪاهون ڪيون. آخري ڪاهه دوران لاکي ڦلاڻيءَ جي لَکِي گهوڙِي مري پئي، جنهنڪري هن پيادي وڙهندي شهادت ماڻي. پٽ ڏٽيءَ به اُن جي شاهدي ڏني آهي ته:

"لکي ۽ لاکو، ٻئي مُئا، ٻاجهه تي"

[يعني: لاکو ڦلاڻيءَ ۽ اُن جي گهوڙي لَکِي، (ماڻهن تي) ٻاجهه ڪندي، مارجي ويا.]

ڪتاب 'ڪڇ جو گجراتي اتهاس' (ڇپيل 1926ع) ۾ ڄاڻايل آهي ته لاکي ڦلاڻيءَ لڙائي ڪندي سنبت 1035 ۾، ڪتي مهيني جي ٽيج، ٻارهين وڳي، سٺ سالن جي عمر ۾ شهادت ماڻي.

لاکي ڦلاڻيءَ بابت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هڪ ڪتاب ۾ لکيو آهي. شمس الدين عرسانيءَ پڻ 'لاکو ڦلاڻي' عنوان سان ٻارن لاءِ سنڌيءَ ۾ هڪ ناوليٽ لکيو آهي. ان کان سواءِ نوجوان محقق قاضي مقصود احمد مٽياريءَ واري، 'لاکو ڦلاڻي' عنوان سان ڪتاب تيار ڪري، ان تي وڌيڪ روشني وڌي آهي. هن ڪتاب ۾ لاکي ڦلاڻيءَ بابت ڇپيل سموري مواد کي گڏ ڪري جديد تحقيقي انداز سان لاکي جي شجري، ڏوڙ ۽ ساٿس لاڳاپيل واقعن جو تنقيدي اڀياس پيش ڪري، ڄام لاکي ڦلاڻيءَ کي تاريخ ساز شخصيت طور نروار ڪيو ويو آهي.

**ڄام لکپت:** ڄام لکپت (هي راءِ لاکو جي نالي سان به مشهور ٿيو)، 1717ع ڌاري ڀُڄ شهر ۾ ڄام ڏيسر جي گهر ۾ ڄائو سندس ماءُ جو نالو 'راڻي هائي شري مانڪور هائي' هو هن پنهنجي پيءُ کي قيد ڪري، 1741ع ۾ ڪڇ تي پنهنجو راڄ قائم ڪيو ڪي محقق هن جو دور سندس پيءُ جي وفات 52-1751ع کان پوءِ شمار ڪن ٿا. اورنگزيب عالمگير 1757ع ۾ سندس وفادارين عيوض ڪيس 'مهاراجا ڌيراج' جو لقب ڏنو ساڳئي وقت احمد شاهه درانيءَ ڪيس 'مهارائو' جي لقب سان نوازيو هن پنهنجي دربار کي مغل طرز تي



هلايو هيءُ پنهنجي دور جو چڱو لکيل پڙهيل حڪمران هو هن پنهنجي وقت ۾ ڪڇ ۾ فائونڊريون، ريشم جا ڪارخانا، گهڙين ٺاهڻ جون فيڪٽريون ۽ شيشي جي ڪم جا ڪارخانا لڳرايا. جيمس برنس ڪتاب سنڌ جي دربار ۾ لکيو آهي ته ڪڇ ملڪ جو ڪاروبار هن نالائق وزيرن جي هٿ ۾ ڏنو جنهنڪري ملڪ جو ڏيوالو نڪري ويو سندس پٽ گوڙجي سندس خلاف کلي بغاوت ڪئي. هن جي حڪومت ۾ ٻه ٽي وزير قتل ٿيا. سيٺ ديو ڪرن جي پٽ پونجا کي به بيعزتو ڪري موقوف ڪيو ويو. هن ڪڇ ۾ وڏين صنعتن کي هَٿي ڏني. هن ڪل 9 شاديون ڪيون. جن ۾ جهاليجي راڻي تمام گهڻو مشهور ٿي. هن 1761ع ۾ وفات ڪئي. ڪيس 4 پٽ ۽ هڪ ڌيءُ جو اولاد هو. ڪتاب Antiquitites of Kutch and Kathiawar جي مصنف جيمس برجيس، هن جي حڪمرانيءَ جو دور 1741ع ڄاڻايو آهي، جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي.

**ڄام لوهار وارو قبرستان:** هيءُ قبرستان 16 صدي عيسويءَ کان 18 صدي عيسويءَ تائين جو آهي، جيڪو ٽوڻنگ، تعلقي ٿاڻي بولا خان، ضلعي ڄامشوري ۾ آهي. ڄام لوهار وارو قبرستان ٽوڻنگ کان ٻه ڪلوميٽر اوڀر تي ڏکڻ اوڀر ۾، رائڪن واري قبرستان سان لاڳيتو آهي. هن سان لاڳيتو ئي ڄام آريءَ جي قبرن وارو ميڙ آهي. ڄام آري، ڄام لوهار جو پيءُ هو. جيڪو مَلڪن جو وڏو سردار هو. سندس قبر جي سيرانديءَ واري پٿر تي 'لوهار علي نمردي' لکيل آهي. هن جي قبر قبرستان ۾ ٻين قبرن کان اوچي، گهاڙو واري آهي، جنهن تي چٽسالي ٿيل آهي ۽ ان جي مٿان مقبرو تازو ٺهيل آهي. قبر جي اوچائي 22 فوٽ آهي. مقبري کي لوهي در پيل آهي. قبر تي پڙ وجهي ان کي ڍڪيو ويو آهي. هتي زيارتي جهجهي تعداد ۾ اچن ٿا. هن درگاهه تي ڪن هنڌن تي زيارتين جي سهولت خاطر ڪافي ڪم ڪرايا ويا آهن.

**ڄام مبارڪ:** ڄام مبارڪ، ڄام جوڻي جو وزير هو. ڪجهه مؤرخن ڪيس غاصب سڏيو آهي. هيءُ فقط ٿي ڏينهن مسند تي ويٺو ٽن ڏينهن کان پوءِ ڪيس تخت ۽ تاج کان الڳ ڪيو ويو شاهي خاندان سان سندس تعلق چٽو ڪونهي. پر تاريخي تذڪرن مان پتو پوي ٿو ته هيءُ حڪمران گهراڻي جو فرد هو. 'تاريخ معصوميءَ' جي ليکڪ هن کي 'دربان' سڏيو آهي. هن جو نالو مبارڪ خان هو. اقتدار تي ويهڻ شرط پاڻ کي ڄام مبارڪ جي نالي سان سڏائڻ لڳو.



**ڄام محمد ايوب عالياڻي:** ڪراچيءَ جي ادبي، سماجي ۽ ثقافتي محفلن جو مور، سنڌي، اردو، فارسي ۽ انگريزيءَ جو شاعر، ڄام مير محمد ايوب جو لاڳاپو، لسٻيلي (بلوچستان) جي عالياڻي ڄامن سان هو هن جو والد ڄام مير خان عالياڻي، لسٻيلي رياست جو ڪيترا سال حاڪم رهيو.

جام ايوب عالياڻي، 8 جنوري 1881ع ۾، بيلي (لسٻيلي، بلوچستان) جي شهر ۾ ڄائو. اڃا 15 ڏينهن جو هو ته سندس والده بيبي روشن وفات ڪري وئي. بعد ۾ سندس پيءُ، بيبي روشن جي ڀيڻ ۽ پنهنجي ساليءَ بيبي آغا مرتضيٰ بيگم سان شادي ڪئي.

جام ايوب خان اڃا ستن سالن جو هو ته سندس والد جام مير خان به وفات ڪري ويو ۽ بيبي آغا بيگم، مير ايوب خان، مير مقبول ۽ پنهنجين ڌيئرن سان گڏ ڪراچيءَ ۾ اچي رهي ۽ پوءِ هميشه لاءِ ڪراچيءَ جا ٿي ويا. مير ايوب خان کي مير مقبول خان کان سواءِ پنهنجي والده مان به ڀيا پائر مير يعقوب خان ۽ مير غلام علي خان هئا.

مير ايوب خان جي والده پنهنجن ٻنهي پٽن جي تعليم تي خاص ڌيان ڏنو. سنڌ مدرسي مان ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪري جام مير ايوب خان، لاهور جي ايچي سن ڪاليج ۾ داخلا ورتي. هن ڪاليج واري زندگيءَ ۾ ٿي ادبي سرگرمين سبب ڪيترا انعام حاصل ڪيا. 1900ع ۾ مئڪورٽ ينگ بڪرم ميڊل، هندستان جي وائسراءِ لارڊ ڪرزن کان مليس. 1903ع ۾ بار ايٽ لا ڪرڻ لاءِ انگلنڊ ويو. جتان بئريسٽريءَ جي ڊگري وٺي واپس وطن وريو. 1908ع ۾ سرڪار کيس ڊپٽي ڪليڪٽر مقرر ڪيو. پر سرڪاري نوڪريءَ کي قيد محسوس ڪندي، ڇهن مهينن کان پوءِ استعيفا ڏنئي. ڪراچيءَ ۾ وڪالت ڪرڻ شروع ڪيائين. هڪ سال کان پوءِ وڪالت به ڇڏي عوامي خدمت لاءِ ميدان ۾ لٿو. هن سماجي خدمتن جي شروعات ڪراچي ميونسپالٽيءَ مان آڪٽوبر 1910ع ۾ ڪائونسلر چونڊجڻ سان ڪئي ۽ 28 سال لاڳيتو ميونسپالٽيءَ جو ميمبر رهيو. صحت ۽ تعليم کان سواءِ ڪراچيءَ جي ثقافتي ۽ ادبي سرگرمين تي خاص ڌيان ڏنائين. سڄي زندگي قومي ڪارڪن طور ڪراچي واسين جي خدمت ڪيائين. سرڪار کيس ڪيترن ادارن تي نامزد ڪيو ۽ بنا ڪنهن فرق جي فرض نڀائيندو رهيو.

جون 1914ع ۾ ڪنگ جارج پنجين جي اجازت سان ايراني ڪائونسل ۾ نائب ڪائونسل مقرر ٿيو ۽ 1927ع تائين انهيءَ عهدي تي رهيو. ان کان سواءِ جام ايوب خان ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو ميمبر ٿيو. 1920ع ۾ لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ رهيو. سنڌ مدرسي بورڊ جو 25 سال ميمبر ۽ ڪجهه وقت صدر به رهيو. سنڌ مدرسي بوائز ائسوسيئيشن جو صدر رهيو. ڪراچي بورڊ ٽرسٽ جو ٽرسٽي ۽ ڪجهه وقت لاءِ وائيس چيئرمئن رهيو به پيرا ڪراچي ميونسپل اسڪول بورڊ جو نائب صدر رهيو. سنڌ ڪاليجئيٽ بورڊ، سول اسپتال ۽ ليڊي ڊفرن اسپتال جو صلاحڪار رهيو. 1922ع ۾ روٽري ڪلب جو صدر چونڊيو ويو. ڪراچي ڪلب جو ميمبر ۽ صدر ۽ مسلم جيمخاني جو ميمبر رهيو. ڪراچي ميونسپالٽيءَ ۾ وار ليگ جو نائب صدر رهيو. فري مشنري لاج هارموني جو پاسٽ ماسٽر ٿيو. لاج ٽيمسرنس ۽ بينپورلنس جو پايو وجهندڙ هو. سنڌ محمدن ائسوسيئيشن جو پنجن سالن تائين اعزازي سيڪريٽري رهيو. سنڌ هلال احمر سوسائٽيءَ جي چيئرمئن جي حيثيت ۾ ترڪن لاءِ چندو ڪري سندن مالي مدد ڪيائين. 1915ع ۾ لوڪلبورڊ ائڪٽ ۾ ترميمن لاءِ بمبئي سرڪار جي ماهرن جي ڪميٽيءَ جو ميمبر رهيو. ڏهه سال ڪراچيءَ جو اعزازي مئجسٽريٽ رهيو.

سياست مير ايوب خان جي مزاج ۾ شامل نه هئي. ان ڪري شروع ۾ ڪجهه عرصو سياسي طرح سرگرم رهيو. 1913ع ۾ آل انڊيا نئشنل ڪانگريس اجلاس جي اٺاويهين اجلاس جي آڌرڀاءُ ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو.

جام ايوب خان سنڌي، اردو، فارسي ۽ انگريزيءَ ۾ شاعري ڪري شهرت ماڻي، پر افسوس جو سندس شاعري گڏ نه ٿي سگهي. ان دور جي رسالن ۽ اخبارن مان سندس شاعري گڏ ڪري سگهجي ٿي. تقرير جو ماهر، مجلسن جو مور، ثقافتي تقريبن جو شان هو. کل مک ۽ زنده دل طبيعت هئڻ ڪري وڏس اديبن ۽ شاعرن جون محفلون مٿل هونديون هيون. هن جي ڪوشش سان 'انجمن ترقيءِ اردو' جي پهرين شاخ ڪراچيءَ ۾ قائم ٿي، جنهن جو دفتر رام باغ واري علائقي ۾ هو. جام صاحب ان جو پهريون صدر چونڊيو. 1924ع کان انجمن باقاعدي سرگرم ٿي. جام صاحب جي ڪوشش سان ڪراچيءَ ۾ ڪيترا اردو- سنڌي مشاعرا ٿيا. 1926ع ۾ انجمن ترقيءِ اردو پاران ڪل سنڌ مشاعرو ڪرايائين. جام صاحب جي فارسي ۽ اردو شاعري، ان وقت جي روزاني اخبارن: 'حيات' (1928ع)، 'نظام' (1929ع)، 'مشرق' (1939ع) کان سواءِ ماهوار رسالن: 'پيغام'، 'زندگي'، 'ميزان الافڪار' ۽ 'تنوير' ۾ ڇپجندي رهي.

جام مير ايوب خان سخي مرد ۽ راڳ جو ڄاڻو هو. سڄي عمر شادي نه ڪيائين، پر زندگي سماجي، ثقافتي ۽ ادبي ڪمن ۾ پوري ڪيائين. سنڌ جي خانداني ڪلچر جي نمائندي، ادبي ۽ سماجي خدمتگار 5 مارچ 1945ع تي وفات ڪئي. کيس ڪراچيءَ جي قديم قبرستان ميوا شاهه ۾ دفن ڪيو ويو. پير علي محمد راشديءَ، مير ايوب خان جي وفات تي لکيو ته: "هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيائين ته ڄڻ ڪراچيءَ جي ٽوپيءَ جو گل ڪري پيو ۽ ٽوپي ٻسي ٿي پئي."

**جام محمد عرف انڙ**: جام محمد عرف انڙ (سڪندر شاهه ثاني) 1453ع ۾، جام مبارڪ خان کان پوءِ سنڌ جي جامن سمن جي خاندان جو چوڏهون بادشاهه بنيو. هن ڏيڍ سال حڪومت ڪئي. سندس حڪومت 1454ع ۾ پوري ٿي. ننڍي عمر ۾ بادشاهه بنيو هو. ان ڪري بکر ۽ سيوهڻ جي مقامي حاڪمن هن جي مخالفت ڪئي. ان پس منظر ۾ جام سڪندر وڏي فوج سان اتر سنڌ روانو ٿيو. ٺٽي ۾ مبارڪ خان شورش ڪئي تڏهن هي بکر ۽ سيوهڻ جي علمدران سان ٺاهه ڪري ٺٽي موٽي آيو. مئنگلور ڪاڻياواڙ جو عالم مولوي علاؤالدين ان وقت ٺٽي ۾ موجود هو. مولانا صاحب هڪ عربي درسي ڪتاب 'شمه في الميزان' جي آسان شرح 'الزبدة' جي نالي سان تيار ڪئي ۽ ان کي جام سڪندر جي نالي سان منسوب ڪيو هي ڪتاب پوءِ گهڻو وقت سنڌ ۽ گجرات جي نصاب ۾ شامل رهيو. ڪنهن وقت هن ڪتاب جو قلمي نسخو، سنڌ يونيورسٽي مرڪزي ڪتب خاني ۾ موجود هو ليڪن هن وقت اهو نسخو گم ٿي چڪو آهي.

**ڄام مدد علي:** مشهور سياستدان ڄام مدد علي ولد ڄام انور علي خان، 4 ڊسمبر 1962ع تي سانگهڙ ۾ جنم ورتو هي بنيادي طور زميندار آهي. سندس خاندان سانگهڙ ضلعي جو اهم سياسي گهراڻو آهي. هيءُ پهريان 1993ع کان 1996ع دوران صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 2002ع ۾ ٻيهر چونڊ کٽي، ايم. پي. اي ٿيو. پنهنجي حلقي ۾ ڪيترا سماجي ۽ ترقياتي ڪم ڪرايائين. 2004ع کان 2007ع تائين هيءُ پبلڪ اڪائونٽس ڪميٽيءَ جو چيئرمين رهيو. سندس تعلق مسلم ليگ فنڪشنل سان رهيو آهي.



2008ع وارين عام چونڊن ۾ هن پي. ايس. 81 (سانگهڙ- ڪم ميرپورخاص) تڪ تان چونڊ کٽي. ٽن سالن تائين سنڌ اسيمبليءَ ۾ مخالف ڌر جي اڳواڻ جي حيثيت سان مختلف قومي مسئلن تي ڀرپور موقف رکندي سرگرم رهيو. بعد ۾ فنڪشنل ليگ پاران حڪومت سان مفاهمت واري پاليسي اختيار ڪرڻ بعد هن اپوزيشن اهنما واري ذميواري کان استعيفيٰ ڏني ۽ ڪابينا جو حصو بڻيو. هن وقت سنڌ ڪابينا ۾ صوبائي وزير طور خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. سندس مستقل رهائش ڄام نواز علي، ضلعي سانگهڙ ۾ آهي.

**ڄام مراد علي جوکيو:** ڄام مراد علي ولد ڄام ٻڄار سگهڙ ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. پاڻ مليرجي ڄامن مان هو ۽ ڄام ٻڄار جو پٽ هو. جڏهن ڄام مراد علي ننڍو هو ته سينگار شاعريءَ جو سلسلو لسٻيلي مان هليو ۽ مليرَ ۽ ساڪري جي شاعرن ۽ سگهڙن وٽ پهتو. ڄام مراد علي، ڪبير شاهه ۽ شيخ ابراهيم ساڳئي وقت جا شاعر هئا. هن خاندان ۾ ڄام مراد علي ٻيو، سندس پٽ ڄام مهر علي ٻيو، ۽ ڄام غلام الله به سگهڙ ۽ شاعر ٿي گذريا.

ڄام مراد علي جي شاعريءَ جو نمونو هن ريت آهي:

وڏي وڏي وڙاهه، آءِ ڪوڙين قلم جوڙيان،
ڌرتي ڌَر ڪاغذ ڪري لکان لالڻ لاءِ،
مس جو مراد علي ڇٽي سمندر پاٽي پاءِ،
ته به ساجن ڳڻ سندياءَ آءِ قلم ڇاڙهيان ڪيترا.

**ڄام مهتاب ڌهر:** پ پ پ اڳواڻ ڄام مهتاب حسين ولد ڄام ممتاز حسين ڌهر، ڳوٺ بشير آباد، تعلقي اوٻاوڙي، ضلعي گهوٽڪيءَ ۾ جنم ورتو. هو پيشي جي لحاظ کان ڊاڪٽر آهي، پر سياست ۾ نهايت سرگرم آهي. هن پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تان 2008ع جي چونڊن ۾ پي. ايس-5 گهوٽڪي تڪ تان حصو ورتو ۽ ڪاميابيءَ بعد سنڌ ڪابينا ۾ شامل ٿيو هو هن وقت روينيو ۽ رليف جو صوبائي وزير آهي. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو.



**ڄام مهر علي جوکيو:** هي ڄام مهرعلي ڄام ٻڄار جو پوٽو هو سنڌ ۾ انگريزن جي چرپر تيز ٿي، تڏهن ڄام مهرعلي ٽالپرن جي مدد ڪئي. بعد ۾ سيٺ نائون مل جي سمجهاڻ تي ڄام انگريزن سان وفاداريءَ جو اعلان ڪيو. هن فوج توڙي عملي جي واهپي لاءِ هزارين اُٺ مهيا ڪيا ۽ اهو سڀ ڪجهه تنهن مهل ڪيو ويو جڏهن ٽالپر اميرن دوستيءَ جي ڊونگ هيٺ حقيقت ۾ پنهنجي سموري طاقت انهيءَ ڳالهه تي خرچ پئي ڪئي ته ڪنهن به صورت ۾ برطانوي فوج جي چرپر کي روڪيو وڃي، تنهنڪري ڄام طرفان مليل وقتائتو سهڪار انگريز فوج لاءِ ڏاڍو ڪارائتو هو ان دؤر ۾ انگريزن سندس انجام ڏنل خدمتن کي مڃيندي ڄام کي هڪ هزار رپيا انعام پڻ ڏنو. ڄام انهيءَ وقت کان وٺي جنگ جي شروع تائين، برطانيا لاءِ پنهنجي خدمتن جو سلسلو جاري رکيو هيءُ ڪڇ ۾ دشمني جي شروعات، ڪابل ۾ تباهيءَ جي نتيجي وقت اتر سنڌ ۽ افغانستان ڏانهن فوج موڪلڻ لاءِ لڳاتار اينڊرِ برطانوي فوج جي ڪيٽرن دستن جي ڪاڏي پيتي ۽ ڍاٻي لاءِ سوين اُٺ مهيا ڪندو رهيو. ڪيپٽن پريڊي 1847ع ۾ لکيو ته فبروري 1843ع جي شروع ۾ ٽالپر اميرن ڄام کي هدايت ڪئي ته هو پنهنجي قبيلائي فوج کي گڏ ڪري ۽ ڪرمتين ۽ جوکين جي اتحاد سان ڪراچيءَ شهر کي پنهنجي قبضي ۾ وٺي ۽ جيڪڏهن ممڪن ٿي سگهي ته برطانوي فوج کي سندن ڇانوڻين مان هڪلي ڪڍي، ڄام پنهنجي فوجي ماڻهن کي گڏ ڪيو پر مياڻيءَ جي جنگ ۾ برطانوي فوجن جي فتح واري خبر ٻڌڻ سان ئي سندس جوش ڪافور ٿي ويو.

**ڄام مهڙ نوتيار:** ڄام مهڙ نوتيار سمن مان نوتيارن جي نک جو سورهيه سردار ٿي گذريو آهي. جڏهن هن جي جوءِ ۾ علاؤالدين جي ڪاهه وقت پناهه وٺڻ لاءِ سومرين آيون ته انهن کي مان ڏنائين ۽ سندن آجيان ڪيائين. پنهنجو خاص لشڪر وٺي ترڪن جي بادشاهي لشڪر کي سامهون ٿيو. نوتيارن جو راڄ ۽ سرداري ڪلهوڙي ڪوٽ ۾ هئي. جتي نوت جو حصو آهي. هينئر وارو بدين جو ڏکڻ ۽ اپرندو پاسو انهيءَ حصي ۾ اچي وڃن ٿا. علاؤ الدين جي لشڪر جنگ دوران شروع ۾ ئي 15000 جوڌا شهيد ٿي ويا، جنهن بعد هيءُ سرويچ به شهيد ٿي ويو اهڙيءَ طرح مهڙ ڄام نوتيار سورهيه سڏجڻ ۾ آيو. جيسين جيئرو هو تيسين دشمنن کي اڳتي اچڻ نه ڏنائين. هن جو شمار سنڌ جي ستن سورهين ۾ ٿئي ٿو هن کي لطيف سائينءَ به ڳايو آهي:

سمو سوائي، ڀهون ڀينئان اڳرو،
دانهه جي دربار ۾، ورتي اِيءَ وائي،
ڳهڻ ڳالهائي، مهڙ سڀ ملهائيا.
(سر بلاول 2-12)

**ڄام گل محمد خان سهتو:** سياستدان ۽ سماج سڌارڪ ڄام گل محمد خان ولد ڄام واحد بخش سهتو 1901ع ۾ سيئارجا بالا ۾ جنم ورتو. سندس خاندان نسلن کان سهتن، مگٽيجن، ڏاريجن، ڪوريجن، سريجن، جهيجن ۽ ونديرن جو سردار رهيو آهي. گل محمد خان جي جمڻ تي سندس والد ايترو ته خوش ٿيو جو پنهنجي زرعي زمين مان فوري طور تي 12 ايڪڙ دان ڏئي ڇڏيائين. پيءُ جي وفات کانپوءِ ڄام گل محمد خان برادريءَ جي پڳ ٻڌي. پنهنجي برادريءَ ۾ خاص، اهميت هجڻ جي ڪري هن کي انگريز سرڪار

جي درٻار ۾ ڪرسي مليل هئي. هي پنهنجي برادريءَ جي نہ صرف هر ڏک سک ۾ شريڪ ٿيندو هو پر انهن جي مدد بہ ڪندو هو. سخاوت ۽ مهمان نوازيءَ جي حوالي سان سندس نالو مشهور آهي. سردار هجڻ جي باوجود فقيري ۽ ڪارضائيون صفتون رکندڙ هو. بزرگن جي مزارن تي ثقافتي ميلا ڪرائڻ، اتي علمي ادبي محفلون ڪرائڻ سندس دلچسپين ۾ شامل هو.

حر تحريڪ کي ڪچلڻ لاءِ جڏهن انگريز سرڪار ڊفينس آرڊيننس آف برٽش گورنمينٽ تحت اهم شخصيتن کي گرفتار ڪرڻ شروع ڪيو تہ 1944ع ۾ خيرپور ضلعي مان جن ٽن اهم شخصيتن کي گرفتار ڪيو ويو جن ۾ ڄام گل محمد سهتو بہ شامل هو. انگريز سرڪار سندس وفادارين تبديل ڪرائڻ لاءِ پهريان تہ پنهنجي خاص ماڻهن معرفت کيس انعامن، اڪرامن جي لالچ ڏني پر جڏهن هن سيني لالچن کي ٺڪرائي ڇڏيو تہ کيس طرح طرح جون اذيتون ڏنيون ويون، پر پوءِ بہ هن آڻ نہ مڃي ۽ پاڻ تي غداريءَ جو ٽِڪو لڳڻ نہ ڏنو. هن 1954ع ۾ ميمبر آف ليجسليٽو اسيمبليءَ جي اليڪشن ۾ خيرپور مان آزاد اميدوار جي حيثيت ۾ سرڪاري اميدوار کي شڪست ڏني. هن ضلعي ڪائونسل خيرپور جي ميمبر جي حيثيت ۾ علائقي جي فلاح ۽ بهبود لاءِ پاڻ پتوڙيو. 1966ع ۾ جڏهن پيپلز پارٽيءَ جو قيام عمل ۾ آيو تہ ان جي چيرمئن ذوالفقار علي ڀٽي، سيٺارجا بالا اچي کيس پارٽيءَ ۾ شموليت جي دعوت ڏني. هن اها دعوت قبوليندي برادري سميت پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي. شهيد ڀٽو کيس چاچا ڪري سڏيندو هو. ڄام گل محمد خان جون سياسي، سماجي ۽ ثقافتي ڪوڙ ساريون خدمتون آهن. هن 83 ورهين جي ڄمار ۾ 9 آگسٽ 1984ع ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهہ پير شاهہ عبدالرشيد جي صحن ۾ آهي.

**ڄام مير خان ثاني:** لس ٻيلي جو حڪمران ڄام مير خان ثاني 1830ع ڌاري حاڪم ٿيو. سندس والده نور بيبي مير مراد علي ايلتزئي جي ڌيءَ هئي. هن



کي قلات جي خان مير محراب خان پنهنجي نياڻي بيبي اللہ ڏنيءَ جو سڱ ڏنو. ڄام مير خان پنهنجي طاقت وڌائڻ لاءِ لسٻيلي جي قبيلي شاهي زئي مينگل جي سردار نورالدين جي ڀيڻ بيبي عائشہ سان شادي ڪئي، جنهن جي پيٽان کيس ڄام عالي خان (ثالث) نالي پٽ ٿيو. ڄام مير خان هڪ بلند حوصلي ۽ همت وارو حڪمران هو. هن لسٻيلي جو اعليٰ انتظام رکيو. ڪافي عرصي تائين حڪومت جون واڳون سنڀاليائين، عوام سان انصاف ڪيائين ۽ دين جي خدمت ڪيائين. 1283هہ/1866ع ڌاري لسٻيلي ۾ مسجد جوڙايائين. قلات جي خان خدا داد خان ۽ ڄام مير خان جي وچ ۾ ڪنهن ڳالهہ تي رنجشون پيدا ٿي پيون. انگريزن پنهنجا پير پختا ڪرڻ لاءِ ان موقعي مان فائدو ورتو ۽ پنهنجي سازش کي ڪامياب بنائڻ لاءِ خان خداداد خان کي ويتر ڄام مير خان جي خلاف ڀڙڪايائون. نتيجي طور ڄام مير خان ثاني بہ پنهنجا ماڻهو وٺي قلات جي خان خداداد سان فيصلا ڪن مقابلي لاءِ تيار ٿي نڪتو پر ڀهريدارن وچي خداداد خان کي سجاڳ ڪيو. خان بہ پنهنجو لشڪر تيار ڪري ورتو. صبح جو جڏهن ڄام جو لشڪر آڏو آيو تڏهن سندس لشڪر ڄام جي لشڪر تي توب زني ڪئي. منجهند تائين اها جنگ هلندي رهي، آخر ۾ سرخان جا سادات اچي وچ ۾ پيا ۽ ڄام مير خان موٽي آيو پر ڄام مير خان جي دل مان ڪٽر نہ ويو. جنهنڪري هن وري خداداد خان تي ڪاهيو. اها جنگ خضدار ۾ لڳي، جنهن ۾ ڄام کي شڪست آئي. خان خداداد خان، ڄام مير خان کي لسٻيلي مان ڀڄائي ڪڍيو ۽ غلام جان کي قلات طرفان لس ٻيلي جو حاڪم مقرر ڪيو. ڄام مير خان ۽ سندس خاندان ڪراچيءَ پهتو ۽ انگريزن ڄام کي قيد ڪري ڪلڪتي ۽ پوني اماڻيو. سندس پٽ ڄام عالي خان ۽ سردار نورالدين جي ياءُ مير ابراهيم خان اچي ڪراچيءَ ۾ پناهہ ورتي، جتي ڪمشنر سر وليم ميري ويدر کيس نظربند ڪري حيدرآباد موڪليو. جتان ڪجهہ وقت بعد ڄام عالي خان ۽ ابراهيم خان ڀڄي اچي لسٻيلي پهتا ۽ سردار نور الدين سان گڏجي مير خداداد خان سان مقابلو جاري رکيائون. بعد ۾ انگريزن جي مداخلت تي ڄام مير خان پوني مان آزاد ٿي ڪراچي پهتو. پاڻ 1877ع ۾ لسٻيلي ۾ داخل ٿيو ۽ حڪومت جون واڳون ٻيهر پنهنجي هٿ ۾ ورتائين. ان ڪري ڄام مير خان ۽ سندس پٽ ڄام عالي خان ۾ اختلاف پيدا ٿيا. مير خان جنوري 1888ع ۾ وفات ڪئي. هڪ سال جي وقفي کان پوءِ سندس پٽ ڄام عالي خان ٽيون، لسٻيلي جو حاڪم بنيو.

**ڄام نظام الدين** (پهريون): سلطان صلاح الدين ڄام انڙ ثانيءَ جي وفات کان پوءِ سندس پٽ نظام الدين (پهرئين) حڪومت جون واڳون سنڀاليون.



هن خاندان جو هي ستون نمبر حڪمران هو. هن 1404ع کان 1406ع تائين مختصر مدي لاءِ حڪومت ڪئي. هن حڪومت سنڀالڻ سان ئي پنهنجن چاچن کي قيد مان آزاد ڪيو ۽ انهن کي حڪومت جو ڪاروهنوار سپرد ڪيائين. سندس دور ۾ اندروني توڙي ٻاهرين سطح تي ڪو بہ خطرو نہ هو. ان ڪري پاڻ سلطنت جي ڪمن کان گهڻي حد تائين لاپرواهہ ٿي ويو ۽ عيش عشرت ۾ مصروف رهيو. سندس چاچن کيس احسان جو بدلو اهو ڏنو جو کيس قتل ڪرڻ جو پروگرام جوڙيائون، پر سندس وفادار سپاهين کيس ان جو اڳواٽ

اطلاع ڏنو. هي حقيقت ٻڌي ٻاڻ گجرات ڏانهن نڪري ويو. ڄاڄن اڄا هن جو پيڇو ئي ڪيو پئي ته اميرن پنيان ڄام تماچيءَ جي پٽ ڄام علي شير کي تخت تي ويهاريو. ڄام نظام الدين رستي ۾ ئي گذاري ويو.

**ڄام نظام الدين جو مقبرو:** مشهور سمي حاڪم ڄام نندي عرف ڄام نظام الدين جو هيءُ مقبرو سيد علي شيرازيءَ جي مقبري واري ميڙ جي پرِ ۾ اترئين پاسي مڪليءَ تي واقع آهي. هيءُ مقبرو پٿرجي وڏين پٿين سان ٺهيل آهي. مقبري جي ماپ ويڪر ۾ 37 فوٽ هر چورس آهي. ٽن پاسن کان دروازا اٿس. جيڪي اتر، ڏکڻ ۽ اولهه ۾ آهن. محراب ماپ ۾ 10.9 فوٽ اوچو ۽ 4.3 فوٽ ويڪرو آهي. ساڄا ڇهه فوٽ اونهو آهي. موجوده وقت ۾ صرف اولاهون لنگهه. جيڪو ڏاکڻي واڌوارڙي سان جڙيل آهي. اهو کليل



ڄام نظام الدين سمي جو مقبرو

آهي. باقي اتروارو لنگهه پٿرجي ڪم سان بند ڪيو ويو آهي. ڏکڻ وارو لنگهه يا دروازي جو اڌ پڻ پٿر ڪمائي بند ڪيو ويو آهي. پٿيون مٿي ٿولهه ۾ گهٽبيون وڃن ٿيون ۽ وچ ۾ هڪ وڏو هال يا حجرو جنهن جي وچ ۾ چار قبرون آهن. جن مان ٽي قبرون ٻارن جون آهن. باقي هڪ ڪنهڙي ۽ اوپرواري لنگهه وٽ ڄام نظام الدين جي قبر آهي. سندس مقبري جي تعمير ۾ مختلف اڏاوتي طرزن کي هڪ ٻئي سان ملائي، اهڙيءَ طرح پيوست ڪيو ويو آهي، جو تعمير جي تاريخ ۾ هيءُ مقبرو هڪ يگانو نمونو ۽ هڪ غير معمولي مثال بنجي پيو آهي. هن مقبري جي بناوت ۾ گجراتي، هندو، اسلامي ۽ خالص سنڌي طرزن کي گڏي انهن جي وڻندڙ امتزاج مان، هڪ غير معمولي شاهڪار تخليق ڪيو ويو آهي. مهاڙي واري ديوار ۾ بدڪن جي قطار، سورج مکي ۽ ڪنول گل جي سٽا، جهروکن جا وڌواڙا، ۽ انهن جا پاوا، اڳ، واري ٻاهر نڪتل حصي جي سموري سنجڻ ۽ ٻانهيون توڙي داخلي دروازي جي جوڪور ساخت. گجراتي. خواهه هندي فن عمارت سازيءَ جي اثر هيٺ آهي.

ڄام نظام الدين جي مقبري تي يا ٻين سمن جي جوڪنڊين ۽ مقبرن تي انهن جي گنبذن ۽ ٻيلپاون تي. گجراتي ۽ هندي اثر جو نمايان سبب گجرات ۽ سنڌ جي پاڻ ۾ همسايگي آمد ورفت ۽ سمن جي مٽي مائٽي به آهي. جنهنڪري سنڌ تي نه صرف گجراتي ثقافت جو اثر رهيو. پر مٽي مائٽيءَ جي ڪري ناتا به ڏاڍا مضبوط رهيا.

سلطان نظام الدين جي روضي جي اترئين طرف بند ٿيل دروازي جي مٿئين سر در تي جيڪو ڪتبو اُڪريل آهي. انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته سلطان جي وفات بعد. ڄام فيروز سن 915هه ۾ اهو مقبرو ٺهرائڻ شروع ڪيو. ظاهر آهي ته تعمير مڪمل ٿي نه سگهي. ڇاڪاڻ ته ستت ئي تخت ۽ تاج تان خانداني وڳوڙ شروع ٿي ويا. جنهنڪري سڀ ڪم بند ٿي ويا. اهو سبب ٿيو جو نه گنبذ ٺهيو نه عمارت جو رٿيل نقشو مڪمل ٿيو ڄام فيروز الهڙ جوان هو. ان لاءِ اهو گمان غالب آهي ته دريا خان عرف مبارڪ خان جو عقل ۽ فهم هن مقبري تي عامل رهيو هوندو.

**ڄام نظام الدين سمو:** سنڌ ۾ سمن جي صاحبيءَ جي آخري حاڪم ڄام نظام الدين سمي کي سنڌ جا ماڻهو قرب ۽ محبت منجهان 'ڄام نندو' سڏيندا هئا. ڄام نظام الدين سمن جي دور جو آخري ۽ آزاد سنڌ جو پويون تاجدار هو. جنهن 25 ربيع الاول 866هه/ 29 ڊسمبر 1461ع کان 914هه/ 1508ع تائين نه رڳو ملڪ سنڌ تي فرمانروائي ڪئي، بلڪ ماڻهن جي دلين تي به راڄ ڪيو.

ڄام نندو نهايت ئي نيڪ ڪردار ۽ گفتار جو سچو. منتظم. جري ۽ خوش اطوار سلطان هو. جاهه ۽ جلال. شان ۽ شوڪت ۾ سندس ثاني ٻيو ڪو ڪونه ٿيو. سندس اڌ صديءَ جي حڪمراني سنڌ لاءِ سچي پچي رحمت ثابت ٿي. ملڪ ۾ امن امان هو. خير ۽ برڪت جو جواب ڪونه هو. سنڌ جا ماڻهو سکيا ستابا ٿيا. سچو ملڪ ريان ڪيان هو. دينداري ۽ دنياداري ملڪ ۾ ٻئي گڏوگڏ هيون. ديني ۽ دنيوي علمن جي اشاعت سنڌ جي چئني ڪنڊن ۾ انتهائي عروج تي هئي. مدرسا ۽ خانقاهون آباد. رعيت. امير. وزير ۽ سپاهي سڀ آرام ۽ آسائش ۾ هئا. جيسين پاڻ زنده هو. تيسين ڪنهن به ڌارئي کي همت ڪانه ٿي. جو سنڌ ڏانهن اک کڻي نهاري. ڄام نندي جي پاڪبازيءَ، زهد ۽ تقويٰ جا ڪيئي قصا مشهور آهن. تاريخ ۾ ان جا ڪيترا مثال محفوظ آهن. تاريخ ۾ اچي ٿو ته قاضي عبدالله جي جنازي نماز ڄام نندي ان ڪري پڙهائي. جو هو سموري زندگي باوضو رهندو هو ۽ ڪڏهن پنهنجي اوگهڙ ڪانه ڏٺي هئائين. ان ۾ ڪيترا پير. فقير. صوفي ۽ بزرگ موجود هئا. ليڪن اهي وصفون فقط سنڌ جي سلطان ۾ موجود هيون. انهيءَ تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ سبب ئي هڪ روايت مطابق پير مراد شيرازيءَ جي جنازي نماز به ڄام نندي ئي پڙهائي. مشهور آهي ته جڏهن هو گهوڙن جي ڳڙهه ۾ ويندو هو ته انهن جي پٺيءَ تي هٿ گهمائي چوندو هو: "خدا اهو ڏينهن نه آڻي، جو سواءِ ڪنهن سبب جي، آءٌ اوهان تي سواري ڪريان! دعا آهي ته ڪنهن بيگناهه جو خون منهنجي هٿان اوهان تي سواري ڪندي نه وهي. آءٌ انهيءَ سلسلي ۾ پنهنجي خدا اڳيان قيامت ڏينهن شل شرمندو نه ٿيان!"

ڄام نظام الدين سمي جي هيٺينءَ رباعيءَ مان بہ سندس سيرت ۽ ڪردار تي روشني پوي ٿي:

اي آنڪ ترا نظام الـــدين مـــي خوانند،
تو مفتخري ڪہ مرا چُنيـــن مـــي خوانند،
گر در رهِ ديـــن از تـــو خـــطائي رفـتہ،
شڪ نيست ڪہ ترا ڪافر لعين مي خوانند.

سيني مؤرخن، سنڌ جي هن نيڪ نام سلطان جي تعريف ڪئي آهي ۽ سندس دؤر کي امن ۽ سڪون، ايمان ۽ اخلاق، نيڪي ۽ ديني بلنديءَ جو دؤر ليکيو آهي. ’ماثر رحيميءَ‘ جو مصنف لکي ٿو تہ: ”درميان سلاطين سنده چہ ڪہ درميان سلاطين هندوستان بفضيلت و حالت او نبوده.“ (سنڌ ڇا، بلڪ سموري هندستان ۾ هن جهڙو دينار، متقي ۽ صاحب فضيلت بادشاهہ ڪونہ ٿيو.) مغل دؤر جي هن مؤرخ جو اهو قول وزندار ۽ وڏي ۾ وڏو اعتراف آهي. ساڳيو مصنف لکي ٿو تہ: ”سندس دؤر ۾ عالم صالح، بزرگ ۽ فقير سڀ خوش و خرم، ۽ رعيت خواهہ سپاهي فارغ البال ۽ آسوده حال هئا.“

’تحفة الڪرام‘، ’مقالات الشعراء‘، ’حديقة الاولياء‘، ’تحفة الطاهرين‘، ’مڪلي نامہ‘ ۽ ٻين تذڪرن توڙي تاريخن ۾ اسان کي اُڪيچار سنڌي عالمن، بزرگن، مشائخن، محدثن ۽ شاعرن جا نالا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جن هن سلطان جي دور ۾ سنڌ اندر، اطمينان ۽ دلجمعيءَ سان ديني ۽ دنيوي علمن کي فروغ ڏيڻ ۾ اڻ وسرندڙ ڪوششون ۽ خدمتون ڪيون. اهڙيءَ ريت امن، راحت، فراغت ۽ خوشحاليءَ جون خبرون جڏهن ڏورانهن ڏيهن تائين پهتيون، تڏهن سنڌ ڪان ٻاهر جي مشاهيرن بہ قطار در قطار هن طرف رُخ رکيو. سلطان نظام الدين جي آخري دؤر ۾ ايران، خراسان ۽ ماوراءِ النهر مان ايڏيءَ ڪثرت سان عالم، فاضل ۽ شاعر اچي پهتا، جو انهن کي آباد ڪرڻ لاءِ ڄام ننڍي کي ننگر ٺٽي ۾ الڳ محلا مخصوص ڪرڻا پيا. چون ٿا تہ حافظ شيرازي پڻ سنڌ اچڻ جو سوچيو هو، پر حالتن سبب نہ اچي سگهيو. وچ ايشيا ۾ اهو زمانو سخت بدامنيءَ ۽ طوائف الملوڪيءَ جو هو. هن دور ۾ سنڌ ۾ ڪي اهڙا عالم ۽ دانشمند بہ اچي پهتا، جن جو اچڻ سچ پچ تہ سنڌ لاءِ هڪ نعمت هو. مثلاً: مولانا عبدالعزيز (اُبهري) ۽ پٽس مولانا اثيرالدين پنهنجي سموري خاندان سميت هتي پهتا، علم جي اشاعت لاءِ مدرسو جاري ڪري، انهن علم جي طالبن جي آس ۽ پياس پوري ڪئي. علامہ جلال الدين دواني (المتوفي 908 هہ/ 1502ع) سنڌ ۾ اچڻ لاءِ تيار ٿيو. ڄام ننڍي راهہ خرچ بہ ڏانهس موڪليو پر افسوس تہ خرچ پهچڻ کان اڳ مولانا لاڏاڻو ڪري ويو. علامہ دوانيءَ جا ٻہ جَيّد شاگرد، مير شمس ۽ مير معين ٺٽي ۾ آيا، جن هتي رهي ديني ۽ دنيوي علم جي اشاعت ۾ پلئون پل ڀرو ورتو. اهڙيءَ ريت سنڌ جي هن نيڪ نام سلطان ڄام سمي جي دؤر ۾ ڪيترن ٻيروني عالمن هتي پناهگزين ٿي، شاهي سرپرستيءَ هيٺ، سنڌ کي علمي فائدو رسايو. ڄام نظام الدين جو اهو سلوڪ، صرف پنهنجي مذهب ۽ رعيت سان نہ هو بلڪ سنڌ جي غير مسلم رعايا بہ انتهائي امن ۽ آرام ۾ هئي. تاريخ ۾ ڪيترن هندو اميرن جا نالا اسان کي ملن ٿا، جيڪي سندس دؤر ۾ حڪومت جي نهايت اهم عهدن تي فائز هئا. عام هندن پڻ مسلمان رعيت وانگر خوشحاليءَ ۽ فارغ الباليءَ سان پنهنجو وقت خيرخوبيءَ سان گذاريو ٿي. نہ مذهبي دُوئي هئي ۽ نہ ديني دنگا هئا، بلڪ انهيءَ قسم جو تصور بہ سندس زماني ۾ موجود نہ هو. سلطان پنهنجي چوڌاري مجلس خواهہ مصلحت، ملڪي ڪاروبار خواهہ حڪومت جي نظام هلائڻ لاءِ چيدا چيدا ماڻهو رکيا هئا. وڏو مردم شناس بادشاهہ هو. تاريخ ۾ اسان کي سندس واسطيدار ماڻهن مان ڪوبہ هڪ ماڻهو غلط قسم جو ڪونہ ٿو ملي. دولهہ دريا خان ابتدا ۾ هڪ لاوارث ڇوڪرو هو. بادشاهہ منجهس ڪارڪردگيءَ جا جوهر ڏٺا. پاڻ وٽ آڻي سندس پرورش ڪيائين ۽ اعليٰ پيماني تي تربيت ڏئي، معمولي ملازم جي درجي تان مٿي چاڙهيندي، ڪيس وزير اعظم جي عهدي تائين وڃي رسايو. سنڌ جي فوجن جي سپهہ سالاري بہ سندس سپرد هئي. ’مبارڪ خان‘ ۽ ’خان اعظم‘ جا خاصا خطاب ڏئي، سندس مرتبو بلند ڪندي، آخر ۾ ڪيس پنهنجي فرزنديءَ سان سرفراز ڪري، عروج ۽ اقبال منديءَ جي آخري منزل تائين پهچايائين. انهيءَ قسم جي مردم شناسيءَ جا ڪيئي مثال سلطان نظام الدين جي دور ۾ اسان کي ملن ٿا. مثلاً: سندس پهريون وزير دلشاد خان بہ شجاعت ۽ انسانيت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. بکر جي صوبي ۾ هُن جيڪي سڌارا آندا، سي تاريخ ۾ سندس ڪارڪردگيءَ جو روشن مثال آهن. اهڙيءَ طرح ڪيئي امير ۽ مشاهير، سلطان جي بزم جا روشن چراغ هئا. اهو ئي سبب هو جو سندس سلطنت مستحڪم، ملڪي نظام محڪم ۽ سموري سنڌ، جيسين جيئرو هو، تيسين خوشحال رهي. ڄام نظام الدين جو دؤر (866 هہ/ 1461ع - 914هہ/ 1508ع) ٻئي هڪ لحاظ سان بہ تاريخ ۾ يگانو هو. جنهن وقت سلطان جي سنڌ تي حڪومت هئي، ان وقت پاڙيسري ملڪن ۾ پڻ، حسن اتفاق سان، سيئي بادشاهہ هن وانگر ئي جليل القدر ۽ ناميارا هئا. تاريخ غير معمولي بادشاهن جي اهڙي يڪجائي ڏاڍو مشڪل سان پيدا ڪندي آهي. سنڌ ۽ گجرات وارن جي مٿي مائٽي بہ هئي. ان ڪان سواءِ سنڌن ثقافتي تعلقات بہ ڏاڍا گهرا هئا. اتي سلطان محمود بيگڙي جهڙو ناميارو بادشاهہ (1458-1511ع) حڪومت ڪري رهيو هو. بهلول لوڌي، دهليءَ (1451-1489ع) جو بادشاهہ هو. مانڊوي ۾ غياث الدين بن محمود خلجي (1458-1500ع) حڪمران هو. سلطان محمود بهمني دکن جو (1473- 1516ع) بادشاهہ هو. ڪشمير ۾ سلطان زين العابدين (1420-1470ع) جو راڄ هو. ملتان تي سلطان حسين لانگاهہ (1460-1502ع) جي حڪومت هئي. مارواڙ جوڌپور ۾ راڄا جوڌا (1438- 1488ع) حڪمران هو. اهڙيءَ طرح هڪ طرف هندستان ۾ اهي عظيم الشان بادشاهہ هئا، ٻئي طرف سنڌ جي ٻئي پاڙيسري ملڪ خراسان تي، شاهہ حسين بايقرا (1458-1506ع) جي حڪومت هئي، جنهن جي علم پروري ۽ ادب نوازي، تمدن ۽ تهذيب جي هاڪ تاريخ ۾ مثالي آهي. ڄام جي وفات 1508ع ۾ ٿي. بعد ۾ سندس پٽ فيروز ۽ شهزادو صلاح الدين تخت ۽ تاج لاءِ پاڻ ۾ وڙهندا رهيا. ڄام صلاح الدين گجرات کان ۽ ڄام فيروز ارغونن جا ڪٽڪ قنڌار کان وٺي آيو. جنهنڪري سمن جو دور 927هہ مطابق 1520ع ۾ دولهہ دريا خان ۽ سندس پٽن جي شهادت کانپوءِ انت تي پهتو. نيٺ ارغونن کي موقعو مليو. هنن 927 هہ مطابق 1520ع ۾ سنڌ تي قبضو ڪري، سمن جي سلطنت جو خاتمو آڻي ڇڏيو.

چام نظام الدين جو مقبرو، جنهن جي واکاڻ ’مڪلي نامہ‘ جي مصنف بہ ڪئي آهي، تعميري مهارت جو نهايت ئي نادر نمونو آهي.

**چام نگر** (Jamnagar): اولهہ هندستان جي رياست گجرات ۾ ڪاٺياواڙ پيٽ تي واقع چام نگر شهر هاڻي ضلعي جي حيثيت رکي ٿو. هن شهر جو بنياد 1540ع ۾ راجپوتن رکيو ۽ هيءُ 1948ع تائين نئونگر راجواڙي جي گاديءَ جو هنڌ رهيو.

چام راول کي جڏهن 1539ع ۾ راءِ ڪنگهار طرفان ڪڇ مان تڙيو ويو تہ هن ’نوا نگر‘ جي نالي سان هي شهر اڏيو. چام نگر سندس نئون نالو آهي. ڪن تاريخن ۾ اهو چاٽايل آهي تہ ڪرشن مهراج، جيڪو دوارڪا جو شهر




اڏيو هو، سو هاڻي ضلعي چام نگر ۾ آهي. چام راول جي پيءُ، چام لاکي کي گجرات جي راجا 12 ڳوٺ انعام ۾ ڏنا هئا. جن جو قبضو وٺڻ لاءِ جڏهن هو پراڳڙهہ پهتو تہ ڪيس سندس سئوٽن چام تماچي ديڙا ۽ چام همير جاڙيجي قتل ڪري ڇڏيو. چام راول ڪنهن نموني اتان جان بچائي، اچي پيءُ جي پلاند لاءِ تياريون ڪرڻ لڳو. ترت هن ساڳئي نموني چام همير کي قتل ڪيو. جيئن هن سندس پيءُ کي قتل ڪيو هو. چام همير کي ٻہ پٽ هئا: هڪ ڪنگهار ۽ ٻيو صاحب جي. اهي سڌا مغل بادشاهہ همايون وٽ دانهڻ ويا. شڪار ڪندي هنن ٻنهي همايون جي سامهون شينهن کي ماري وڌو. همايون خوش ٿي، هنن کي لشڪر ڏنو اهو ٻڌي چام راول ڪڇ ڇڏي ڪاٺياواڙ هليو آيو. ڪڇ ۾ تماچيءَ جي حڪمراني هئي. هن اچي تماچيءَ کي قتل ڪيو ۽ سندس گاديءَ جي هنڌ ڏرول تي قبضو ڪيو. راول سان گڏ سندس ڀاءُ ’هردول جي‘ بہ هو. پر هو ڪنهن جنگ ۾ مارجي ويو. شڪار ڪندي رنگمتي ۽ ننگمتي ندين جي وچ وارو علائقو هن کي پسند آيو. جنهنڪري هن ’نئونگر‘ جي نالي سان 1540ع ۾ نئون شهر ٻڌو، جيڪو هاڻي چام نگر جي نالي سان گجرات صوبي جو هڪ ضلعو آهي.

چام نگر '47 $^0$22 اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ '07 $^0$70 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي سامونڊي سطح کان 20 ميٽر اوچائيءَ تي واقع آهي. هتي هڪ وڏي ڍنڍ بہ آهي، جنهن کي ’لکوٽا‘ جي نالي سان سڏين ٿا. 2001ع جي آدمشماري موجب 447734 ماڻهو رهن ٿا. جنهن ۾ 53 سيڪڙو مرد آهن. سندن تعليمي شرح 70 سيڪڙو آهي.

چام نگر جا گهڻا ماڻهو گجراتي ڳالهائين ٿا، ۽ لکپڙهہ بہ گجراتي لپيءَ ۾ ڪن ٿا. ڪجهہ ماڻهو ڪڇي ٻولي بہ ڳالهائين، پر لکڻ لاءِ گجراتي لپي ڪم آڻين ٿا. ڪاٺياواڙي، جيڪا گجراتيءَ کان بہ ڪافي مختلف آهي، سا هتي گهڻي ڳالهائي، لکي ۽ پڙهي وڃي ٿي.

چام نگر جيئن تہ سامونڊي ايراضيءَ جو شهر آهي، ان لاءِ سياحن جو چڱو تعداد هتي نظر ايندو آهي. هتان جا قديم آثار بہ ڏسڻ وٽان آهن. جن ۾ سڌنات مهاديو جو مندر خاص آهي. ان کان سواءِ بہ مندرن جو وڏو تعداد هن ضلعي ۾ آهي. جيئن: نؤلکي مندر، گمليءَ، بردا ٽڪرين ۾ موجود ڪلشوار مندر، پريند پنجن مندر (جيڪو چامن جو ٺهرايل آهي) ۽ سورج مندر اهم آهن.

چام نگر ۾ 40 سيڪڙو مسلمان رهن ٿا، جيڪي چام راول سان گڏ آيا هئا، گهڻا مسلمان ڪڇي ٻولي ڳالهائين ٿا. اهي گهڻو ڪري مهاڻا آهن، منجهن تعليمي شرح 2 سيڪڙو مس آهي.

چام نگر اڄڪلهہ ’تيل جو شهر‘ سڏجي ٿو. ڇاڪاڻ تہ اتي دنيا جون وڏي ۾ وڏيون تيل ريفائنريون، ريلينس (Relience) ۽ ايسر (Essar) موجود آهن. چام نگر مان تيل جو وڏو ذخيرو مليو آهي. هتان لڳ ڀڳ 1.2 ملين بيرل تيل روزانو نڪري ٿو.



چام نگر شهر جو هڪ ڏيک

چام نگر ۾ ٽي دفاعي يونٽ، انڊين ايئرفورس، انڊين آرمي ۽ انڊين نيوي ڪم ڪن ٿا. چام نگر جيئن تہ پاڪستان جي سرحد کي ويجهو آهي، ان لاءِ جنگي حوالي سان بہ اهميت رکي ٿو. هتي بيري پورٽ نالي سامونڊي بندر کي بہ اهميت حاصل آهي. چام نگر جا ٻانڌڻا مشهور آهن.

دربار ڳڙهہ محل جو شاهي محل، جيڪو چام صاحبن جو ٺهرايل آهي. اهو محل راجپوتي ۽ يورپي اڏاوت جو سهڻو نمونو آهي.

هي اڌ گول نموني جي اڏاوت آهي، جنهن ۾ ٻيون بہ ڪيتريون ئي ننڍيون وڏيون عمارتون ٺهيل آهن، جيڪي اڏاوت جو بهترين نمونو آهن. اڄڪلهہ هتي هڪ ميوزيم کوليو ويو آهي، جتي نائين کان ارڙهين صدي عيسويءَ جون پراڻيون ولڙون ڏسڻ لاءِ رکيون ويون آهن. هن ميوزيم سان گڏ رڻمل ڍنڍ بہ آهي ۽ هي ميوزيم اربع کان سواءِ سڄو هفتو کليل رهندو آهي.

هتي ’لاکوٽا قلعو‘ بہ ڏسڻ وٽان آهي. هيءُ قلعو هڪ ننڍڙي محل جو ڏيک ڏئي ٿو جيڪو لاکوٽا ڍنڍ جي وچ تي هڪ ٻيٽاڙي تي جوڙيل آهي، پرتاب ولاس محل ۽ ولنگبز ڪريسينٽ ٻئي عمارتون مهاراجا رنجيت سنگهہ جون ٺهرايل آهن. اهي تاريخي عمارتون ڏسڻ وٽان آهن. آثارِ قديمہ ۾

ڪوٽابيسن، ڏنورتي مندر، سولار، پرجيو ڪوٽو يوهرا هجرا، ونومانڪر جو بوتو، موتا آساپورا مان مند، شانتي ناٿ مندر، ورڌمان جو مندر، بالا هنومان مندر وغيره خاص آهن.

روزي ۽ بيري ٻه ساموبدي بندر ٻه ڄام نگر جي پر ۾ آهن. روزي بندر ڪڇ جي گلف واري ڪناري سان آهي، جڏهن ته بيري بندر شهر کان اٽڪل 4 ڪلوميٽر پرتي رنگامتي نديءَ جي ڪناري تي ٺهيل آهي.

ڄام نگر راند جي ميدان ۾ به پاڻ ملهايو آهي. جن ۾ ڪرڪيٽ جا رانديگر پرنس امينس، پرنس ونيو مان ڪنڊ ۽ اڄئہ جديجا (جاڙيجا) به دنيا جي بهترين رانديگرن ۾ شمار ٿين ٿا. ڪرڪيٽ جي دنيا جو نئون رانديگر رويندرا جديجا (جاڙيجا) به ڄام نگر جو آهي.

**ڄام نندو خان ٽالپر**: مير شهداد خان ٽالپر اول ڪلهوڙن جو سپهه سالار هو، ڪيس چار پٽ مير ڄام نندو خان ٽالپر، مير چاڪر خان ٽالپر، مير بهرام خان ٽالپر ۽ مير خير محمد خان ٽالپر نالي هئا. مير ڄام نندو خان ٽالپر پنهنجي پيءُ مير شهداد خان ٽالپر کان پوءِ ميان نور محمد خان ڪلهوڙي جي لشڪر جو سپهه سالار مقرر ٿيو. مير ڄام نندو خان وڏو بهادر ۽ سخي هو. 1725ع کان 1728ع تائين دائود پوٽن سان شڪارپور ۽ 'بيٽ دبيءَ' جي جنگين ۾ پنهنجي پيءُ سان گڏ ڄام نندو خان ٽالپر به شريڪ هو. ان ڪانسواءِ 1731ع ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙي جي فوج هٿان قلات جي حاڪم مير عبدالله خان مارجي ويو هو. ان جنگ ۾ پڻ ٽالپرن جو سردار مير شهداد خان ٽالپر ۽ سندس پٽ مير ڄام نندو خان شريڪ هئا. مير شهداد خان 1734ع ۾ فوت ٿيو. تڏهن ڄام نندو خان، ڪلهوڙن جي دربار ۾ والد واري رتبي تي فائز ٿيو. مير ڄام نندي خان هر جنگ ۾ وڏا بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريا هئا. جڏهن نادر شاهه 1739ع ۾ ميان نور محمد خان جا پٽ يرغمال طور تي وٺي ويو هو، تڏهن مير ڄام نندو خان به انهن سان گڏ ايران ويو. ايران وڃڻ سان ئي هن اتي حضرت امام علي رضا عليه السّلام جي روضي ۽ ٻين مقدس مقامن جي زيارت ڪئي ۽ ترت ڪربلا، نجف ۽ شام مان پڻ زيارتون ڪري آيو ۽ اچي مشهد ۾ وفات ڪيائين. مير ڄام نندو سنڌي زبان جو هڪ سٺو شاعر به هو. سندس شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

هن اوڏائي سپرين، ان جا پڪا ٿا پسجن،
ويچاري ويهڻ نه آئي، اوجهلي جنجيرن،
نئرن ۾ نندو چئي، ان جي ڪر نه لڏي ڪن،
لوهه جمالي وجن، نئر نه لهي نينهن جو

مير ڄام نندي ٽالپر کي ٻه پٽ شهداد خان ثاني (منڊو) ۽ ڄام فيروز خان نالي هئا. هي ٻئي يائر اڻ پڙهيل هئا، جڏهن ميان سرفراز ڪلهوڙي ۽ ٽالپر اميرن ۾ ڇڪتاڻ شروع ٿي، تڏهن مير نندي ٽالپر جي ٻنهي پنهنجي چاچي مير بهرام خان ٽالپر ۽ سؤٽ مير صوبدار خان ٽالپر جي گهر ۾ گهڙي ڦرلٽ ڪئي. مير بهرام جي گهر مان سواءِ مستورات جي چادرن کان باقي سڀ ڪجهه ڦري کڻي ويا. هيڏانهن مير بهرام ۽ مير صوبدار جو شهيد ٿيڻ ۽ هوڏانهن ڄام شهداد منڊي ۽ ڄام فيروز جي ڦُر ڪرڻ، هنن جو اولاد خيرپور (سوبيديري) ۾ آباد آهي.

**ڄام نواز علي**: سنڌ جي مشهور ڳوٺ ڄام نواز علي، جوڻيجا سياسي خاندان جو آبائي ڳوٺ آهي. جڏهن ڄام صادق علي سنڌ جو وزيراعليٰ ٿيو تڏهن پنهنجي ڳوٺ/ شهر کي تعلقي جي حيثيت ڏنائين. ان ريت هيءُ شهر ضلعي سانگهڙ جو ڇهون تعلقو بنجي ويو بعد ۾ هتي ڪيئي سرڪاري عمارتون ۽ ريسٽ هائوس تعمير ڪيا ويا. هيءُ وڏنڍڙ شهر سانگهڙ کان 60 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. ڪيڊٽ ڪاليج سانگهڙ به هتي واقع آهي.

**ڄام واهه** (ديهه): ڄامڙڪي ۾ هڪ ديهه جو نالو آهي.

**ڄاموٽ**: ڄاموٽ لفظ 'ڄام' جو اسم تصغير آهي، جيئن ته اسم تصغير جي معنيٰ آهي ڪنهن شيءِ/ نالي وغيره جي ننڍڙائي ۽ صغيريت بيان ڪرڻ. سو انهيءَ طرح ڄاموٽ، ڄام جي ننڍڙائي بيان ڪندڙ لفظ آهي. سما قبيلي يا سنڌي قوم جي سردارن جو لقب ڄام هو ته ننڍا ڄاموٽ سڏبا هئا، جيئن راڄا جا پٽ راڄپوت ۽ نواب جا پٽ نوابزاده سڏبا آهن. هي ڪو قبيلو قوم يا نسل ڪونهي، جيئن معنيٰ مان پڌرو آهي. قيمتراءِ جي هڪ شعر مان ڄام ۽ ڄاموٽ جي حيثيت کي واضح سمجهي سگهجي ٿو:

ڄاموٽ تنهنجي ڄامي، اصل ڪين ڪامي،
جنگي توکي 'جاٽ' چون، سڏو آهين سامي،
راڄوڙانم راڄپوت آهين، هادي ٿيندين حامي.

ڄام، ڄاموٽ، جاٽ، راڄپوت، سامي/ سماٽ جي صفاتي معنيٰ ۽ مفهوم ۾ واضح اشارا موجود آهن. جنهن مان سنڌن بهادري، عزت، عظمت، راڄنيتي نظام بيان ٿيل آهن.

'بلوچستان ڪا ثقافتي انسائيڪلوپيڊيا' ۾ ڄاڻايل آهي ته: "ڄاموٽ لقب تمام وڏن ۽ معتبر ماڻهن لاءِ استعمال ٿيندو آهي. ڄاموٽن جي سردار لاءِ 'ڄام' جو لقب انهي مان مشتق آهي. ڄاموٽ سنڌ جا قديم ترين ماڻهو آهن. ڄاموٽن جا اڪابر پاڻ کي ارباب يا رئيس سڏرائيندا آهن. قبيلي ۾ ڪين وڏي عزت ۽ احترام سان ڏٺو ويندو آهي."

'بلوچستان گزيٽيئر' ۾ لکيل آهي ته: "مقامي مورخن جي بيان مطابق رونجها، برفت، گُنگا ۽ ڄاموٽ مختلف وقتن تي لسٻيلي جا حاڪم هئا. ڄاموٽ، گُنگا کان پوءِ لسٻيلي جا حڪمران ٿيا، پر سنڌ جي بُرفت ذات وارن ڪين ٻاهر ڪڍي ڇڏيو. ڄاموٽن ٻيهر قلات جي خان جي مدد سان رياست پنهنجي قبضي ۾ ڪئي. قديم دؤر ۾ هيءُ خاندان 'جمشيدي' جي نالي سان مشهور هو."

**ڄاموٽ، امداد علي شاهه**: ناميارو سياسي ڪارڪن امداد علي شاهه ولد سيد انور علي شاهه ڄاموٽ جو تعلق مٽياري جي سادات گهراڻي سان آهي. هن پنهنجي سياسي زندگيءَ جي شروعات يونين ڪائونسل مسو پرڳڙي جو چيئرمئن ٿيڻ کان ڪئي. هيءُ ايوب خان جي دور حڪومت ۾ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل حيدرآباد جو ميمبر رهيو جڏهن ذوالفقار علي ڀٽي پيپلز پارٽي کي منظم ڪرڻ شروع ڪيو ته سيد امداد علي شاهه ڄاموٽ ان سڄي مرحلي ۾ ان جي ويجهن ساٿين ۾ رهيو. 1970ع واري اليڪشن ۾ ڪيس ايم پي اي جي سيٽ جي اميدوار طور نامزد ڪيو ويو. هيءُ 1971ع ۾ وفات ڪري ويو.

**چاموٽ، سيد حاجي امير علي شاھ:** نامياري سياستدان حاجي امير علي شاھ ولد سيد انور علي شاھ چاموٽ جو جنم 18 جنوري 1941ع ڏاري ضلعي حيدرآباد (هاڻوڪي مٽياريءَ) ۾ ٿيو. 1965ع ۾ ايل. ايل. بي ڪيائين. سنڌس شمار ترجي وڏن زميندارن ۾ ٿئي ٿو. تعليم مڪمل ڪرڻ ڪان پوءِ سياسي طور پيپلز پارٽيءَ سان وابسته ٿيو. سنڌس ڀاءُ سيد امداد علي شاھ چاموٽ جي اوچتي وفات ڪان پوءِ هي پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي بنا مقابلي ڪامياب ٿي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1977ع واري اليڪشن ۾ بـ ڪيس ڪاميابي حاصل ٿي. پاڻ اسيمبليءَ ۾ رهي علائقي جي عوام جي ڀرپور خدمت



ڪيائين. جنهن ۾ واٽر سپلاءِ اسڪيم، مٽياريءَ جي ڀرين ڊائريڪٽ ڊائلنگ ايڪسچينج ۽ گورنمينٽ ڊگري ڪاليج مٽياري سنڌس ئي ڪوشش سان منظور ٿيا. قاسم آباد جي علائقي وارو قومي اسيمبليءَ جو ٽڪ الڳ ڪرائڻ ۾ ذاتي ڪوششون ورتائين ۽ ڪيس ڪري اهو ٽڪ منظور ڪرايائين. ڪيس 2002ع واري اليڪشن ۾ ان ئي ٽڪ تان قومي اسيمبليءَ لاءِ پيپلزپارٽي پاران نامزد ڪيو ويو جنهن ۾ ڪامياب ٿيو. سنڌس ٽي فرزند سيد طارق شاھ، سيد فيصل شاھ ۽ سيد عبدالقادر شاھ آهن. جن مان سيد طارق شاھ تعلقي ڪائونسل حيدرآباد (ڀهراڙي) جو بنا مقابلي نائب ناظم ۽ سيد فيصل شاھ يونين ڪائونسل مَسُو ڀرگڙيءَ جو چيئرمين رهي چڪو آهي.

**چاموٽ سيد حاجي جلال شاھ:** سيد حاجي جلال شاھ ولد سيد علي شير شاھ چاموٽ جراڙ پوٽا ساداتن جي موجوده پڳدار الحاج سيد خدا ڏني شاھ چاموٽ جو ننڍو ڀاءُ ۽ نامور سياسي سماجي ڪارڪن آهي. هن سياسي زندگيءَ جو آغاز 1979ع ۾ ڪيو ۽ پهريون ڀيرو مڪاني چونڊن ۾ ڪائونسلر چونڊيو ويو. 1987ع واري لوڪل باڊيز جي چونڊن ۾ بيٺو ۽ ڪاميابي ماڻڻ بعد ٽائون ڪميٽي مٽياري جو چيئرمين چونڊيو ويو. جڏهن 1988ع ۾ حيدرآباد ۾ لساني فساد ٿيا هئا تـ سڄي سنڌ ۾ زخمين جي سهائتا لاءِ امدادي ڪيمپون



لڳايون ويون. ان سلسلي ۾ جلال شاھ پڻ وس آهر خدمت ڪئي. هيءُ 1996ع واري اليڪشن ۾ پيپلزپارٽي (شهيد ڀٽو) گروپ پاران صوبائي سيٽ لاءِ اميدوار بيٺو پر ڪامياب نـ ٿيو. هيءُ 24 جولاءِ 1998ع تي سنڌ دشمن ڪالاباغ ڊيم واري منصوبي جي خاتمي لاءِ نهيل مٽياري ايڪشن ڪميٽيءَ جو باني چيئرمين چونڊيو ويو. اها ايڪشن ڪميٽي شهر جي سگهارن سياسي ۽ سماجي تنظيمن جو اتحاد هئي، جيڪا اڳتي هلي سڄي تعلقي جي عوام لاءِ هڪ اهم سماجي تنظيم جو درجو اختيار ڪري وئي. ان ڪميٽيءَ کي ڪامياب ڪرڻ ۾ سنڌس وڏو ڪردار رهيو. مٽياري شهر جي ترقي ۽ عوام جي فلاح ۽ بهبود جي سلسلي ۾ سنڌس ڪيل خدمتون ساراهـ جوڳيون آهن. هيءُ آڪٽوبر 2002ع ۾ فنڪشنل مسلم ليگ پاران صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ بيٺو ۽ ڪامياب ٿيو.

**چاموٽ، سيد حسن علي:** خانبهادر سيد حسن علي ولد سيد محمد علي شاھ چاموٽ، 1849ع ڏاري مٽياريءَ ۾ ڄائو. پاڻ ابتدائي تعليم (سنڌي ۽ فارسي) مختلف مدرسن مان ورتائين. تعليم جي حصول ڪان پوءِ هي پنهنجي زمينداري ۽ ڪاروبار هلائڻ لڳو. سنڌس زمين ويهـ هزار ايڪڙ هئي. هيءُ پنهنجي علائقي جو وڏو زميندار هو. سرڪاري عملدارن سان سٺي دوستي هئس. انگريز سرڪار ڪيس سيڪنڊ ڪلاس آنرري مئجسٽريٽ ڪري رکيو. انگريز سرڪار ڪيس خانبهادر جو خطاب ڏنو هي هڪ وڏو مهمان نواز سخي ۽ رحمدل شخص هو. آنرري مئجسٽريٽ هئڻ جي دوران بـ پاڻ ڪنهن بـ ماڻهو کي سزا ڪونـ ڏنائين. نواب غيبي خان جي خاندان سان پراڻي دوستي هئس. سنڌس وڏو ڏاڏو سيد جيئندل شاھ هو سنڌ جو آخري ٽالپر فرمانروا مير نصير خان ٽالپر سنڌس وڏو عقيدتمند هو. هُئي پاسي نواب سر غيبي خان جو وڏو ڏاڏو نواب ولي محمد خان لُوڙهو جنگي ميرن جو سخت مخالف هو. ميرن جي مخالفت هوندي بـ جيئندل شاھ، نواب چانڊيي جو ويجهو دوست هو. ان ڪان پوءِ سيد جيئندل شاھ جي فرزند سيد محمد علي شاھ بـ ان دوستيءَ کي برقرار رکيو آيو. ان ڪان پوءِ سنڌس وڏي ڀاءُ سيد جيئندل شاھ ثاني بـ ساڳيو طور طريقو اختيار ڪيو. سيد جيئندل شاھ کي اولاد ڪونـ هو. هيءُ بنا اولاد جي وفات ڪري ويو. ان ڪان پوءِ خان بهادر سيد حسن علي شاھ بـ وڏن جي نقش قدم تي هلي چانڊين جي سردارن خاص طور نواب غيبي خان سان دوستيءَ جي فرض کي سهڻي نموني نڀايو.

خانبهادر سيد حسن علي شاھ چاموٽ، 3 مارچ 1925ع تي وفات ڪري ويو.

**چاموٽ سيد ذوالفقار علي شاھ:** نامور سياسي سماجي شخصيت، سيد ذوالفقار علي شاھ چاموٽ، قبيلي جي پڳدار سردار سيد محمد علي شاھ چاموٽ جي گهر، 15 اپريل 1941ع تي مٽياريءَ ۾ جنم ورتو. هن بنيادي تعليم حيدرآباد جي ڪانوينٽ اسڪول (سينٽ بوناوينچر) ۽ لاهور جي مشهور ايچيسن ڪاليج مان حاصل ڪئي. ان ڪان پوءِ سنڌ زرعي يونيورسٽي، ٽنڊي ڄام مان بي. ايس. سي جي ڊگري حاصل ڪيائين. چاموٽ ذوالفقار، 1973ع ڪان 1978ع تائين پهريون ڀيرو ۽ 1985ع ڪان 1991ع تائين ٻيو ڀيرو سينيٽ جو ميمبر رهيو. ان سان گڏ



ايچيسن ڪاليج لاهور ۽ ٽنڊي ڄام زرعي يونيورسٽيءَ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر پڻ منتخب ٿيو. جڏهن تـ هو ڪيترين زرعي ترقياتي ۽

سنڌ جو صدر ۽ ان بعد پاڪستان مسلم ليگ فنڪشنل سنڌ جو سرگرم اڳواڻ رهيو. سنڌ اندر هن فنڪشنل ليگ کي منظم ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. هو پير صاحب پاڳاري جو ويجهو ۽ وفادار دوست هو. ذوالفقار علي شاهه چاموڻ شڪار جو بيحد شوقين هو. انهيءَ سلسلي ۾ هن 1982ع ۽ 1983ع ۾ سوڊان، 1984ع ۾ آفريڪا جي ملڪ زمبابوي، 1985ع ۾ بوٽسوانا ۽ 1986ع ۾ تنزانيا جا سفر به ڪيا.

ذوالفقار علي شاهه چاموڻ جي محنتن سان فصلن کي نقصان رسائڻ وارن جيتن تي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ مٽياريءَ ۾ هڪ اعليٰ قسم جي 'بايولاجيڪل ڪنٽرول لئبارٽريءَ' جو بنياد پيو جتي قابل سائنسدان ۽ زراعت جا ڄاڻو تجربا ڪري ڪيلي، ڪمند، ڪپهه ۽ ڀاڄين کي نقصان پهچائيندڙ جيتن جي خاتمي لاءِ تحقيق ڪري رهيا آهن. چاموڻ صاحب علائقي جو سماج سڌارڪ به هو. ڪيترائي اسڪول ۽ طبي مرڪز کولائڻ، رستن جو جار وڇائڻ، جديد زرعي تحقيق ذريعي زراعت کي ترقي وٺرائڻ، مٽياريءَ کي ضلعي جو درجو ڏياري بنيادي سهولتون مهيا ڪرڻ، مٽياري شگر مل ٺهرائڻ، علائقي جي ماڻهن کي روزگار ڏيڻ، سندس زندگيءَ جو اصل مقصد رهيو. سيد ذوالفقار علي شاهه چاموڻ، 11 مارچ 2011ع تي وفات ڪئي. سندس اولاد مان سيد محمد علي شاهه چاموڻ، مٽياري ضلعي جو ناظم رهيو آهي ۽ ٻيو فرزند سيد تيمور علي شاهه فنڪشنل ليگ ضلعي مٽياريءَ جو صدر آهي.

**چاموڻ، شفقت حسين شاهه:** مشهور سياستدان سيد شفقت علي شاهه چاموڻ مٽياريءَ جي موسيٰ پوڻن سيدن مان آهي. سندس والد موسيٰ پوڻن سيدن جو پڳدار هو. جنهن جي وفات



کانپوءِ هن جي وڏي ڀاءُ سيد ذوالفقار علي شاهه چاموڻ کي پڳ ٻڌرائي وئي. سندس خاندان سياست ۾ پاڪستان جي ٺهڻ کان وٺي صحتمند ڪردار ادا ڪندو اچي ٿو. سيد شفقت علي شاهه چاموڻ سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان زولاجي ڪيمسٽريءَ ۾ 1966ع ۾ ماسٽرس ڪيائين ۽ 1968ع ۾ پوليٽيڪل سائنس ۾ پڻ ماسٽرس ڪيائين. ان کان پوءِ 1977ع ۾ آمريڪا جي ورجينيا يونيورسٽيءَ مان بين الاقوامي تعلقات ۾ پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. ڊاڪٽر سيد شفقت علي شاهه چاموڻ 1985ع کان 1988ع تائين سنڌ صوبي جو وزير تعليم رهيو ان کان پوءِ 1990ع ۾ ڄام صادق علي جي دؤر حڪومت ۾ صوبائي صلاحڪار پڻ رهيو بعد ۾ جنرل پرويز مشرف جي دؤر ۾ زراعت جو وفاقي وزير ٿيو ۽ ڪالاباغ ڊئم جي مسئلي تي اختلاف رکندي استعيفا ڏئي، سنڌ دوستيءَ جو ثبوت ڏنائين. هن ضلعي مٽياريءَ جي ترقيءَ ۽ عوامي مسئلن جي حل لاءِ سدائين جدوجهد ڪئي. مٽياري شهر جي ڪاليج کي ڊگري ڪاليج جو درجو ڏيارايائين ۽ مونوٽيڪنيڪل انسٽيٽيوٽ منظور ڪرايائين. ڊاڪٽر سيد شفقت علي شاهه، مٽياري شهر سان گڏ سڄي ضلعي ۾ اسڪول، روڊ، اسپتالون، بجلي ۽ پاڻي جي سهولت مهيا ڪرائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. سماجي ۽ سياسي ڪمن ۾ تمام گهڻي دلچسپي رکي ٿو.

**ڄام هالو:** سمن ۾ 'هالي' جي نالي سان انيڪ سردار ٿي گذريا آهن. ذڪر هيٺ آيل ڄام هالو ساند جو پٽ ۽ لاکي گوراڙي جو پوٽو هو سنڌ جو آخري سومرو حڪمران همير سومرو سندس ناني هو عام روايتن مطابق همير سومري ۽ سندس راڻيءَ جي وچ ۾ اڻبڻت جي ڪري ڄام هالي سندس ائن پٽن: ڏيري، پلي، جکري، هوٿي، هنگوري، جيهي، جوڻي ۽ عليءَ، همير سومري سان لڙائي ڪئي. 'جنگ نامي' ۽ 'سومرن جو دؤر' ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي روايت آهي ته همير سومري هن جهيڙي کي ٽارڻ لاءِ پنهنجي وڏي ڏاڏي جي هڪ نياڻي ڀاڳهي، هالي جي پٽ جوڻي کي پرڻائي ڏني، پر سندس اها ڪوشش به مستقل امن جي ضامن بڻجي نه سگهي ۽ نيٺ همير سومرو، ڄام هالي ۽ سندس پٽن جي هٿان ماريو ويو.

ڄام هالي جو ذڪر سنڌ ۾ سمن جي حڪومت جو پايو وجهندڙ حڪمران ڄام انڙ سان گڏ ايندو آهي، جنهن جو زمانو 1334ع وارو آهي، جنهن مطابق ڄام هالي، همير سومري کي ماري سنڌ ۾ سومرن جي راڄ جو خاتمو آندو. هن سلسلي ۾ سهيڙيل لوڪ روايتن جي ذخيري جي بنياد تي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي ته همير سومري کي ڄام هالي ماريو، پر حڪومت سندس سئوٽن مان ڄام انڙ کي ملي. ان ڪري چوڻ به آهي ته: "ڪٽي هڪڙن ۽ کاڌي ٻين".

**چانيو** (Rocket/ eruca sativa): ربيع جو هي فصل، سنڌ جو اهم تيلي ٻج وارو فصل آهي. چانيو دوا لاءِ به استعمال ٿئي ٿو. هيءُ ٻوٽو سرنهن جي ڪٽنب سان تعلق رکي ٿو. جنهن کي سنڌيءَ ۾ چانيو، اردوءَ ۾ ترميره ۽ فارسيءَ ۾ عرق مشرق چون ٿا. هن جو ٻج مُوريءَ جي ٻجن سان مشابهت رکندڙ آهي، رنگ ساواڻ مائل، ذائقو تيز ڪڙو ۽ مزاج گرم خشڪ اٿس. چانيي جو تيل جنهن کي عام زبان ۾ ڪڙو تيل به چئبو آهي، خارش لاءِ مالش طور ڪم اچي ٿو. هيءُ تيل سستو ۽ هاضميدار هئڻ سبب پنجاب جي ڪجهه علائقن ۾ گيهه جي بدران استعمال ڪيو وڃي ٿو.



چانيي جا ٻج ذائقي ۾ تيز ٿين ٿا. حڪيمن جي چوڻ موجب هيءُ وائي باديءَ جي تڪليف ۾ توڙي سيني جي رطوبت، ڦڦڙن ۽ نزلي کي خشڪ ڪرڻ لاءِ، ٻرهل ۽ يرقان لاءِ مفيد آهي. چانيو پيشاب جاري ڪري ٿو. هن جو ٻج ڪُٽي، رڌي لپري ناهي سخت ڳوڙهن يا سوڄ ۽ سور واريءَ جاءِ تي ٻڌڻ

سان ڪجهه افاديت ملندي آهي. هن ٻج جا داڻا سنها، ڳاڙهسرا، ڀورو پوري رنگ نما ۽ گول ٿين ٿا. ڄانيي جو تيل دوا طور خارش ۽ چمڙيءَ جي بيمارين لاءِ مفيد آهي.

سنڌ ۾ ڄانيو اڪثر حالتن ۾ ڪچي واري علائقي ۾ درياهه جي پاسن وٽ پوکيو ويجي ٿو. جڏهن ته ساريالي علائقي ۾ ڄانيو دوباري فصل طور پوکيو ويجي ٿو. ڇاڪاڻ ته ڄانيو ڪجهه ڪلر کي برداشت ڪري ٿو، ان ڪري ڪلرواري زمينن ۾ به پوکي سگهجي ٿو.

هيءُ فصل جيئن ته اڳاٽو ربيع جو فصل آهي، تنهنڪري سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر وارا مهينا هن فصل لاءِ بهتر آهن. پر دير سان پوکي به ڪري سگهجي ٿي. ڇاڪاڻ ته ڄانيو ان وقت پوکبو آهي، جڏهن ٻين فصلن جون پاڻيءَ جون ضرورتون گهٽ هونديون آهن. زرعي ماهرن موجب هن فصل جي لاءِ سفارش ڪيل جنس 'ڄانيو سليڪشن' پوکڻ گهرجي.

هيءُ فصل هر قسم جي زمين تي پوکي سگهجي ٿو، پر هن فصل لاءِ درياهي ڪچي واري زمين موزون آهي. ڄانيي جي بهتر پيداوار لاءِ وارياسيون زمينون اهم آهن، پر هيءُ فصل ساريال ۽ ڪلرائي زمينن ۾ به پوکي سگهجي ٿو. هن فصل جي پوکيءَ لاءِ ٻه ٽي هرڏئي، ڀتريجي زمين کي هموار ڪجي. ريج بعد به هر ڪڍي، سانهر گهمائجي، جنهنڪري زمين نرم ۽ هموار رهندي ۽ فصل به بهتر لڳندو.

عام حالتن ۾ ڄانيي جي پوکي آڪٽوبر جي مهيني ۾ ڪئي ويجي ٿي. دوباري فصل واري حالت ۾ فصل 15 ڊسمبر تائين پوکي سگهجي ٿو. هن فصل لاءِ ناڙي بهتر آهي، جنهن ۾ قطارن جو مفاصلو هڪ فوٽ کان ڏيڍ فوٽ رکڻ گهرجي. جڏهن ته ٻوٽن جي وچ ۾ 4 کان 6 انچ مفاصلو، ڇڊائي رکڻ گهرجي. هي فصل ڪچي يا ساريال جي علائقن ۾ ڇٽ يا ڪيرڙ ذريعي به پوکي سگهجي ٿو. ڄانيي جي پوکيءَ لاءِ ٻج جو مقدار 3 ڪلوگرام في ايڪڙ استعمال ڪيو ويجي ٿو. جيڪڏهن فصل گهاٽو هجي ته 20 کان 25 ڏينهن اندر ڇڊائي ڪجي.

هن فصل لاءِ في ايڪڙ 35 ڪلوگرام نائٽروجن ۽ 25 ڪلوگرام فاسفورس استعمال ڪجي، جنهن ۾ سمورو فاسفورس پوکيءَ وقت ۽ اڌ نائٽروجن پوکيءَ وقت ۽ باقي اڌ پهرين پاڻيءَ تي ڏيڻ گهرجي. عام طور تي ڄانيي جو فصل گهٽ پاڻ تي به پوکيو ويجي ٿو جنهن ۾ مقرر پاڻ جي وزن جو اڌ حصو ڏنو ويجي ٿو.

ڄانيو جيڪڏهن آبپاشيءَ وارن علائقن ۾ پوکيو ويجي ته هڪ ڳري پاڻيءَ بعد سلسليوار هڪ پاڻي ڏجي، پر ڪچي ۽ ساريال جي علائقن ۾ بوسي ۽ دوباري فصل کي پاڻيءَ جي ضرورت نه آهي. ڇاڪاڻ ته هيءُ فصل زمين جي وَتَ يا آلاڻ تي پوکيو ويجي ٿو آبپاشيءَ واري فصل ۾ هڪ کان ٻه گُڏون ڪڍڻ گهرجن، ته جيئن گندگاهه ختم ٿي وڃن ۽ فصل کي واڌ جون بهتر حالتون ملن. ڄانيي جي فصل واري جنس 'ڄانيو سليڪشن' پچڻ لاءِ 130 کان 135 ڏينهن وٺي ٿي، پر هن فصل جو لابارو تڏهن ڪجي، جڏهن ڦرين جو رنگ سائي کان پيلو ٿيڻ شروع ڪري، ۽ ڏانڊيون سُڪڻ شروع ڪن. بعد ۾ لابارو ڪيل فصل کي سُڪائي، ڳاهي ۽ صاف ڪري ذخيرو ڪجي يا مارڪيٽ پهچائجي. 'ڄانيو سليڪشن' مان 8 کان 10 مڻ في ايڪڙ پيداوار حاصل ٿي سگهي ٿي.

**ڄانيو ڪنڊي** (ديهه): تعلقي ساماري جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام رسول جت، حاجي ملن ۽ پنهور آباد.

**ڄانگهو:** ڄانگهو، هرڻ جو هڪ قسم آهي، جيڪو سنڌ ۾ قديم وقت کان ٿئي ٿو ۽ هن وقت ناياب ٿيڻ جي ويجهو وڃي پهتو آهي. ڄانگهو هرڻ ٻين هرڻن کان قدبت ۾ ڊگهو ٿيندو آهي. ڄانگهي جي سڱن ۾ گهڻا ور وڪڙ ٿيندا آهن، جنهنڪري هي هرڻ ڊوڙڻ ۾ ٻين عام هرڻن کان وڌيڪ تيز هوندو آهي.



ڄانگهي هرڻ جو شڪار ڪرڻ به تمام ڏکيو هوندو آهي، ان ڪري هن هرڻ جي شڪار وقت شڪارين کي خاص خيال ڪرڻو پوندو آهي.

**ڄاهو:** هيءُ جهنگلي جانور آهي. هن جي سڄي بدن تي ڪنڊا ٿيندا آهن ۽ رنگ جو ڪارو ٿيندو آهي. هن جو وزن هڪ کان پنج ڪلو گرام تائين ٿيندو آهي. هيءُ جڏهن پنهنجو منهن لڪائي ڇڏيندو آهي ته بال وانگر گول ٿي ويندو آهي. هيءُ جانور خاص ڪري نانگن جو دشمن سمجهيو ويندو آهي. جڏهن نانگ کي ڏسندو آهي ته پڇ ۾ چڪ وجهي منهن لڪائي ڇڏيندو آهي.



نانگ جو پڇ هن جي منهن ۾ مضبوطيءَ سان جهليل هئڻ ڪري نانگ پاڻ ڇڏائڻ لاءِ مٿان ڏنگ هڻڻ جي ڪوشش ڪندو رهندو آهي، پر ڪنڊن ۾ ڦٽجندو رهندو آهي. هيءُ تيستائين نانگ جي پڇ مان چڪ نه ڪڍندو آهي، جيستائين نانگ ڦٽجي مري نه پوي. ٿر ۾ مالوند ماڻهو مال جي وٿاڻ ۾ ڄاهي جي اچڻ کي ڀاڳ جي نشاني سمجهندا آهن. هيءُ رات جو وٿاڻ ۾ ويٺل ٻڪرين ۽ رڍن جي ٿڻن ۾ منهن وجهي کير پي ويندو آهي، ٿوڙي جو

سڄي بدن تي ڪنڊا هوندا اٿس، پر پوءِ مال کي محسوس نہ ٿيڻ ڏيندو آهي. ٿر جا ماڻهو مئل چاهي جي ڪنڊن واري کل گهر ۾ رکندا آهن. سندس خيال ۾ ايئن ڪرڻ سان ڪير ۾ برڪت پوي ٿي. هيءُ جانور ڏينهن جو آرام ڪندو آهي ۽ رات جو ڪاڏ خوراڪ جي ڳولا ۾ نڪرندو آهي. پاڻ لاءِ خطرو محسوس ڪندي ئي مُنهن لڪائي ڇڏيندو آهي.

- چاهو نالي هڪ پکي بہ آهي جيڪو پاڻي ڪناري رهندو آهي. مڇيون ۽ ڏيڏر ڪائي گذارو ڪندو آهي.
- چاهو سوئر جو هڪ قسم بہ آهي، سوئر جا مختلف قسم ٿيندا آهن. جن مان هڪ قسم جو سوئر چاهو سڏبو آهي. جيڪو گهنڊيدار وارن وارو ٿيندو آهي ۽ ان ۾ تمام گهڻي بدبوءِ ٿيندي آهي.

**چاهو (ٻگھہ)**: 150 سينٽي ميٽر جسامت واري هن پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. هيءُ دنيا جو ڏگهي ۾ ڏگهو ٻگھہ آهي. ان جون اکيون هيڊيون، پنـي سرمائي ناسي؛ ڪلها، مٿو ۽ هيٺيون جسم ناسي رنگ جو هوندو آهي، سندس ڳچيءَ تي مرمرين اڇا ڪارا لينگها ٿين ٿا ۽ ڳچيءَ وٽان ڪنين جي لڙي لڙڪندي رهي ٿي.

چاهو سانهہ پنهنجي ڏگهي ڳچيءَ کي اندر ڪري ڪلهي تي رکي گُج ڪڍي بي حرڪت بيٺو هوندو آهي يا وري هوريان هوريان پنڌ پيو ڪندو آهي.



چاهو پکي

وڏين ڍنڍن، ڍٻڻين جي ڪنڌين تي نظر ايندو آهي. جڏهن لڳ جي مند نہ هوندي اٿس تڏهن اڪثر اڪيلو يا جوڙيءَ ۾ نظر ايندو آهي. اڪثر روزانو ساڳئي هنڌ مڇيءَ جو شڪار ڪندو آهي. عام طور گهاٽي گاهہ ۽ ترندڙ پنن ۾ شڪار لاءِ ويندو آهي ۽ پاڻي جهاڳيندو پيٽ تائين هليو ويندو آهي. شڪار تي حملي مهل جسم، مٿو ۽ ڳُڪ نڪتل ڳچي پاڻيءَ جي سطح تائين جهڪائيندو آهي. ڳچيءَ ۾ هڪ وڪڙ هوندو اٿس جيڪو هڪدم سڌو ٿي سگهندو آهي، ايئن منديءَ سان تکو حملو ڪندو آهي ۽ شڪار تيز چهنب ۾ ڦاسي پوندو آهي. مڇي، ڏيڏر، ننڍڙا مماليا، ڪِرڙانگ ۽ غير ڪرنگهيدار جانور ڪائي ويندو آهي. هن جو آواز تکو ورجاءُ وارو ۽ ڇيخدار هوندو آهي. اڏار هوريان ۽ ڳري اٿس، اُڏڻ دوران ٽنگون لڙڪيل هونديون اٿس. هيءُ پکي وڻ يا زمين تي ٻوڙن ۾ آکيرو ٺاهيندا آهن. جيڪو ڪانين ۽ ڪانن جي ڍڳ تي مشتمل ٿئي ٿو هيءُ آرام مهل هڪ ٽنگ تي بيهندو آهي.

**چائيرو**: پکيءَ جو هڪ قسم.

**چپ (زبان)**: بنيادي طرح چپ ماڻهو جو اهڙو عضوو آهي، جنهن سان ماڻهوءَ کي هر ڪنهن قسم جي ذائقي پرکڻ جي خبر پئي ٿي، تنهن کان سواءِ چپ (زبان) جا مختلف رنگ، گهڻين بيمارين جي نشاندهي ڪن ٿا. هر صحتمند ماڻهوجي زبان آلي هوندي آهي ۽ ان جو رنگ گلابي هوندو آهي.

**(الف) چپ جي بناوت Structure of Tongue**: چپ وات جي تري ۾ ڏندن جي اندران ۽ تارونءَ جي هيٺان (يعني وات جي وچ ۾ ٿئي) ٿي، جڏهن تہ زبان جي پاڙ ڪنڌ جي هڏي جي هيٺان نڙيءَ جي مٿان ۽ زبان جي پاڙ جي هڏي (Hyoid Bone) وٽان شروع ٿئي ٿي. (ياد رهي تہ هن هڏي جي شڪل هوبهو گهوڙي جي سُنب/ نعل (Horseshoe) جي شڪل جهڙي ٿئي ٿي. زبان، لعابي پردن (Mucus Membranes)، جن کي فرنيولم (Frenulum) چئبو آهي، جي ڪري وات جي تري سان ڳنڍيل آهي. زبان نرم هئڻ جي باوجود، زبان جو مٿاڇرو گهڻن کهرن استرن (پردن) سان ڍڪيل آهي. جنهن تي هيٺيان ۽ مٿان ٽن قسمن جون اپار نما ننڍڙيون ڳوڙهيون (Papillae) ٿين ٿيون، جن ۾ ذائقي جي پرکڻ وارين ڳوڙهين (Test Buds) جو مرڪز ٿئي ٿو. زبان ۾ گهڻن قسمن جون مشڪون ۽ تمام وڏو ۽ اهم تنتي سرشتو (Nerve System) ۽ رت جون ناڙيون (Blood Vessels) ٿين ٿيون. جيڪي هيٺينءَ ريت آهن:

- اپارنما ننڍڙيون ڳوڙهيون (Papillae)
- ذائقي پرکڻ واريون ڳوڙهيون (Test Buds)
- مشڪون (Muscles)
- تنتي سرشتو (Nerve System)
- رت جون ناڙيون (Blood Vessels)

1. اُپار نما ننڍڙيون ڳوڙهيون (Papillae): چپ ۾ ٽن قسمن جون هيٺيون اُپار نما ننڍڙيون ڳوڙهيون ٿين ٿيون.

i. Circumvallate Papillae: هن قسم جون ڳوڙهيون تعداد ۾ لڳ ڀڳ اٺن کان ٻارهن ٿين ٿيون. جيڪي زبان جي هيٺان ٿين ٿيون. هر هڪ ڳوڙهي انگريزيءَ جي اکر 'v' جي شڪل جي ٿئي ٿي ۽ هر هڪ ڳوڙهيءَ جي پاڙ ۾ چگهہ جهڙي کڏ (Depression) هوندي آهي. هي ڳوڙهيون ايترينون تہ وڏيون هونديون آهن. جو آسانيءَ سان زبان جي هيٺان ڏسي سگهبيون آهن.

ii. Fungiform Papillae: هن قسم جون ڳوڙهيون تمام گهڻيون ننڍڙيون سنهي ٻوار وانگي ٿين ٿيون. جيڪي زبان جي چوٽيءَ تي ۽ پاسن کان ٿين ٿيون. هي ڳوڙهيون ڪنيءَ جي شڪل وانگي ٿين ٿيون ۽ ڳاڻاٽي ۾ مٿين ڳوڙهين کان گهڻو وڌيڪ ٿين ٿيون.

iii. Filiform Pappilae: هن قسم جون ڳوڙهيون ڳاٽاڻي ۾ سيني قسم جي ڳوڙهين کان وڌيڪ ٿين ٿيون. ۽ ڄڀ جي مٿاڇري تي اڳئين اڌ حصي ۾ ٿين ٿيون. هنن ڳوڙهين جو واسطو ڇهڻ (Touch) جي حس سان آهي.

2. **ذائقي پرکڻ واريون ڳوڙهيون (Test Buds):** ذائقي پرکڻ واريون ڳوڙهيون پهرين مٿين ٻن اُڀار نما ڳوڙهين سان سلهاڙيل ٿين ٿيون. ذائقي پرکڻ واريون ڳوڙهيون ڳاٽاڻي ۾ تمام گهٽ ٿين ٿيون. هنن ڳوڙهين جي ڪري مٺي، ڪوڙي، ڪٽي ۽ ڇهري ذائقي جي خبر پوندي آهي.

3. **مشڪون (Muscles):** زبان مجموعي طرح پاڻمرادو ڪم ڪندڙ مشڪن (Voluntary Muscels) جي هيٺين ٻن قسمن ۾ ورهايل آهي.

i. Intrinsic Muscles: زبان جي پنهنجي وجود ۾ هن قسم جون اندريون مشڪون ڪم ڪندڙ آهن. جنهن جي ڪري زبان هلڪو ڦلڪو چري پري سگهندي آهي. هن قسم جي مشڪن جي ڪري زبان رڳو ڪاڏي يا پاڻي وغيره کي ڳيت ڏيڻ جي سگهه رکندي آهي.

ii. Extrinsic Muscles: هن قسم جون مشڪون زبان جون گهٽيون طاقتور مشڪون آهن. جن مشڪن جي ڪري زبان کي چرپر ڪرڻ جي پرپور سگهه هوندي آهي. هنن مشڪن جي مدد سان زبان وات کان ٻاهر نڪري سگهندي آهي، ڪاڏي کي تارون ۽ ڏندن جي وچ ۾ زور ڏيئي اٿلائي پٿلائي سگهندي آهي. ڪاڏي کي چٻاڙي سنهو ڪرڻ ۾ مدد ڪندي آهي. ڪاڏي يا پاڻيٺ وارين شين کي ڳيت ڏيئي نڙيءَ کان هيٺ معدي ڏي لاهي ڇڏيندي آهي.



4. **تنتي سرشتو (Nerve System):** زبان جو تنتي سرشتو دماغ جي ٻارهن تنتي نظامن (Twelve Cranial Nerves) سان جڙيل آهي. اهوئي سبب آهي، جو زبان جو تنتي سرشتو هر وقت دماغ سان جڙيل رهي ٿو زبان جي تنتي سرشتي ۾ زبان جي چرپر، سواد جي ڄاڻ ۽ ڇهڻ جي حواس کان وٺي زبان جي فعل تائين دماغ جون ڪيتريون ئي تنتتون حصو وٺن ٿيون. جن دماغ جي تنتن جو پيرائتي نموني بيان هيٺ ڪجي ٿو

i. **منهن جي ٽِه ٽهي تنت (Trigeminal Nerve):** هيءَ دماغ جي تنتي سرشتي جي پنجين تنت آهي. هن تنت جي هڪ شاخ ڄڀ واري تنت (Dingual Nerve) آهي، جنهن جي وسيلي زبان گهرل اچار ڪڍي سگهندي آهي؛ تنهن کان سواءِ ٻيا حس جهڙوڪ: سرد، گرم ۽ سور محسوس ٿيڻ پڻ هن تنت جي ذمي آهي.

ii. **منهن واري تنت (Facial Nerve):** هيءَ دماغ جي تنتي سرشتي جي پنجين تنت آهي. هن تنت جي هڪ شاخ ڄڀ واري تنت (Dingual Nerve) آهي. هن تنت جي خابرو حصي (Sensory Branch) جي مدد سان زبان کي شين جي سواد جي خبر پوندي آهي.

iii. **زبان ۽ ڳلي جي تنت (Glassopharyngeal Nerve):** هيءَ دماغ جي تنتي سرشتي جي نائين تنت آهي. هن تنتن وسيلي زبان جي چرپر فعل ۽ گهٽين شين جي حس جي ڄاڻ ممڪن ٿيندي آهي. هيءَ ڄڀ جي مرڪزي ۽ بنيادي تنت آهي.

iv. **زبان جي هيٺان واري تنت (Hypoglossal Nerve):** هيءَ دماغ جي تنتي سرشتي جي ٻارهين تنت آهي. هن تنت جي ڪري زبان جي ڇهڻ وارو حس ممڪن ٿئي ٿو. هن حس جي ڪري زبان اهو اندازو لڳائيندي آهي ته ڪا شيءِ نرم آهي؛ سخت آهي؛ هلڪي آهي؛ ڳوري آهي يا ڪيتري ماپ جي آهي؛ هن شيءِ کي چٻاڙي سگهجي ٿو يا نه؟ ڪنهن شيءِ کي ڳيت ڏيئي سگهجي ٿي يا نه؟ وغيره.

زبان جي انهيءَ تنتي سرشتي ۽ ان جي فعل مان اهو آسانيءَ سان اندازو هڻي سگهجي ٿو ته زبان جي تنتي سرشتي جو نظام دماغ جي 5، 7، 9 ۽ 12 تنت سان جڙيل آهي. تنهن ڪري زبان جو سمورو تنتي سرشتو دماغ جي اثر هيٺ هلي ٿو.

5. **جنسي ڳوڙهيون Sex Buds:** جديد تحقيق مطابق زبان جي چوٽيءَ تي هڪ انچ اندر جنسي ڳوڙهين جو مرڪز آهي. اهي ڳوڙهيون Filiform Papillae سان سلهاڙيل ٿين ٿيون. تنهن ڪري هي ڳوڙهيون Filiform Papillae وانگي ڇهڻ واري حس سان تعلق رکن ٿيون. هنن ڳوڙهين ۾ جنبش تڏهن ايندي آهي، جڏهن مخالف جنس جي زبان، ٻيءَ زبان کي ڇهي. اهي ڳوڙهيون مردن جي مقابلي ۾ عورتن ۾ وڌيڪ ٿين ٿيون.

**(ب) زبان جو فعل (Function of Tongue):**

1. ماڻهو جيڪو ڪاڌو کائي ٿو، انهيءَ کي چٻاڙڻ (Mastication)، يعني ڏندن ۽ تارونءَ جي وچ ۾ اُٿل پٿل ڪرڻ، سواد محسوس ڪرائڻ ۽ زور ڏيڻ. گهربل پڪَ سان ملائڻ زبان جو ڪم آهي.

2. چٻاڙيل ڪاڌي، پٽڙي شيءِ يا پاڻيءَ وغيره کي ڳيت ڏيئي، نڙيءَ کان هيٺ لاهڻ.

3. آواز ڪڍڻ ته آواز جي توتارين (Vocal Cords) جو ڪم آهي، پر انهن کي لفظ ڏيڻ (اُچار ڏيڻ) زبان جو ڪم آهي. جڏهن زبان جو فالج ٿيندو آهي، ته مريض جو آواز بند ڪونه ٿيندو آهي، پر يا ته ڳالهائڻ ڇچرجي نڪرندو آهي يا ڳالهائڻ بند ٿيندو آهي.

4. زبان جو وڏو بنيادي ڪم اهو آهي ته ڪنهن به ڪاڌي پيتي جي شيءِ جو سواد معلوم ڪرڻ هوندو آهي ته شيءِ مٺي آهي، ڪوڙي آهي، ڪٽي آهي يا لوڻائيل (ڇهري) آهي.

**ڄٽيا (ذات):** هي مارواڙ کان لڏي آيل هندو آهن. هي ڄاٽيا ۽ ڄٽيا به سڏجن ٿا. هنن جو اٺڻ ويهڻ، ڏنڊو ڏاڙهي ڪلالن جهڙو آهي. هي شِوَ جا پوڄاري آهن ۽ پير رامديو جا مريد آهن. هي هندن جي گهٽ ذات سمجهي ويندي آهي. چمڙي رڱڻ جو ڪم ڪن ٿا، مٺلن کي ساڙين ٿا. حيدرآباد ۾ ڪافي تعداد ۾ رهندڙ آهن.

**ڄڃ** [1]: ثقافتي روايتن ۾ شاديءَ جون رسمون به اهميت رکن ٿيون، جن ۾ گهوٽيتن طرفان 'ڄڃ' جي صورت ۾ مائٽن، عزيزن، قريبن، دوستن ۽ احبابن کي ڪوٺيو ويندو آهي. انهن آيل ماڻهن کي 'ڄاڃي' چيو ويندو آهي. اڳ ۾ اڪثر ڪري سنڌي سماج ۾ شاديءَ جي وقت تي گهوٽيتن جي ڄڃ، ڪنواريتن وٽ ڪجهه ڏينهن اڳ اچي ترسندي هئي، پر هاڻي اهو رواج گهٽجي ويو آهي. گهوٽ ڪنوار جي وهانءَ جون رسمون به ڄاڃين جي موجودگيءَ ۾ ادا ڪيون وينديون آهن. انهيءَ دوران گهوٽ توڙي ڪنوار جي مائٽن جي وچ ۾ ميٺ محبت ۽ ڏک سُور ونڊڻ وارو ماحول پيدا ٿئي ٿو ڄڃ پهچڻ وقت ڪنواريتن طرفان دلچسپ ساٽ سنوڻ ۽ ريتون به ڪيون وينديون آهن. جيئن ٻهراڙين ۾ ڪنواريتا تيستائين گهوٽيتن کي اندر اچڻ نه ڏيندا، جيستائين پوڳ چرچن ۾ سندن کي ڳالهيون نه مڃيون وڃن. ڪنوار جون ڀينر يا ساهيڙيون گهوٽ سان اهڙا پوڳ يا حجتون ڪنديون آهن، جيئن ڪانئس پئسا گهُرڻ يا سندس ڪا قيمتي شيءِ ڦبائڻ وغيره. هي سڀ تفريح لاءِ ڪيو وڃي ٿو.



ڄڃ پراڻي دؤر ۾ پيادل يا اُٺن جي سواريءَ يا ڏاند گاڏين ذريعي ڪنواريتن تائين پهچندي هئي. ان بعد گهوڙي، بگيءَ ۽ هن دؤر ۾ جيڪڏهن ڪنوار جو گهر ڪنهن ٻئي شهر يا ڳوٺ ۾ هوندو آهي ته اتي گاڏين موٽرن ذريعي ڄڃ مختصر وقت اندر پهچي ٿي.

ڄڃ سان ايندڙ عورتون سهرا يا ڳيچ ڳائينديون، تاڙيون وڄائينديون خوشيءَ جي جذبن سان اچي پهچن، ته وري ڪنواريتن جي اڳڻ تي گهوٽيتا دهل شرنائيءَ تي ناچ/ جهمر ذريعي خوشيءَ جو اظهار ڪن.

**ڄڃ** [2] (گيت): هيءُ لوڪ گيت گهوٽ پرڻائڻ وقت، گهوٽ کي سرگس ڪرائيندي ڳايو ويندو آهي. خاص ڪري گهوٽ گهوڙي تي ويلل هوندو آهي ۽ ڄاڃي ان جي پويان هلندا آهن ۽ سڄي شهر جي سرگس ڪرائڻ وقت ڪي ڄاڃي هيءُ لوڪ گيت تاڙين جي لئي تي جهونگاريندا ويندا آهن:

ڄڃ آئي ڙي بنا،
ڄڃ آئي ڙي بنا،
ڪوٽ برابر ڄڃ آئي،
ڄڃ آئي ڙي بنا،
تنهنجي سيج برابر آئي،
ڄڃ آئي ڙي بنا.

**ڄراڙ** (ديهه): هيءَ تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شمس الدين، مريد هنگورو جراڙ، محمد خان رند ۽ حاجي عبدالله هنگورو.

**ڄرڪو** (Wallago Attu): تازي پاڻيءَ ۾ رهندڙ هيءَ مڇي سنڌ ۾ سيني ڍنڍن، ڍورن، واهن، شاخن ۽ درياهه ۾ ملي ٿي. هن جي منڍي وڏي چپيل ۽ ويڪري ٿئي ٿي، جسم ڊگهو ۽ مضبوط ٿيندو اٿس. منڍي جسم جي ڪل ڊگهائيءَ جو 20 سيڪڙو ٿئي ٿي. منڍيءَ ۾ وات وٽ ٻه جوڙ وارن جا ٿين ٿا. منڍي جي ٻنهي طرفن کان اکيون نڪتل. جسم تي ڇلر ڪونه ٿينس. سندس جسم



ٻنهي پاسي چپيل، مٿي ٿلهيرو جيئن پوءِ تيئن هيٺ سنهو ٿيندو ويندو آهي ۽ جسم جو رنگ سليٽي، پيٽ سفيد رنگ جو اٿس. مٿيون ڪنيڙو ننڍڙو جڏهن ته هيٺيان ڪنيڙا پڇ کان انچ ڏيڍ ڇڏي مقعدي ڪنيڙي تائين لاڳيتا قطار ۾ هوندا اٿس، جن کي پيٽاوان ڪنيڙا به چوندا آهن. هي ڪنيڙا هڪ جيترا هڪ ٻئي سان ڳنڍيل هوندا آهن. مقعدي ڪنيڙو ننڍڙو ٿيندو اٿس، پڇ به ڇانگهو ۽ سندس بت جي نسبت ننڍو ٿيندو آهي. جيڪو ڪيس ترڻ ۾ مدد ڪندو آهي، ڪنهڙ وٽان به ڪاٻي ساڄي ڪنيڙا ٿيندا اٿس. مٿين ڪنيڙي جي سامهون هيٺ پيٽ ۾ وڏي ڳجي ٿئيس، هن ۾ پنهنجي قدبت جيترين شين به ڳڙڪائي سگهي ٿو هيءَ سنڌ ۽ پنجاب جي ميداني علائقن وارين ڍنڍن ڍورن ۾ عام جام ٿئي. وزن ۾ 6 ڪلو کان مڻ سوا مڻ تائين به ٿئي ٿو. هن کي مڇين جي فارمن ۾ پاليو نه ويندو آهي، ڇاڪاڻ ته هيءَ گوشت خور مڇي آهي، ننڍي مڇي ۽ ٻيا جيت جڻيا سندس کاڄ هوندا آهن. وات وڏو ٿيندو اٿس، ٻن ڄاڙين ۾ چوڌاري ننڍا ننڍا ڏند وريل هوندا اٿس. ان لاءِ ڇڪ هٽڻ ۾ به دير نه ڪندو آهي ۽ هيءَ مڇي شڪار کي آساني سان ڳڙڪائي سگهي ٿي. ڏيڏر، نانگ ۽ ٻيا زهريلا جيت پڻ کائيندو آهي، وڍڻ مهل به ننڍيون مڇيون ۽ ڏيڏر سندس پيٽ مان نڪرندا آهن. جنهن ڪري سنڌ ۾ گهٽ کاڌو وڃو ٿو جڏهن ته پنجاب ۽ اترين علائقن ۾ هيءَ مشهور ۽ مهانگي مڇي آهي. جو هن جو ڪنڊو وڏو ۽ گوشت پڪو ٿئي ٿو. سنڌ کان سواءِ هندستان، سريلنڪا، نيپال، بنگلاديش، ميانمار، ٿائيلنڊ، ويٽنام ڪمبوڊيا، انڊونيشيا ۽ الائونس ۾ به هيءَ مڇي ڏٺي وئي آهي.

**ڄرون/ ڄوُرون** (Leeches): هي هڪ قسم جا ڪيڙا آهن، جيڪي اڪثر درياهه ۽ ڍورن ۽ ڍنڍن جي بيٺل پاڻي سڙيل ٻوٽن يا سڙيل گندگاهه واري پاڻيءَ ۾ ٿيندا آهن. ڄرن يا ڄوُر جا حيواني لحاظ سان ڪافي قسم آهن. پر سنڌ ۾ ٽن قسمن جا ڏٺا ويا آهن. جن مان ٻه قسم عام آهن. ڄوُر کي عربيءَ ۾

'علق'، اردوءَ ۾ 'جونڪ'، سنسڪرت ۾ 'جلوڪا'، هنديءَ ۾ 'جل ڪاڪيڙا' ۽ گجراتيءَ ۾ 'جالو' چون. جوُرون مينهن، ڳئن ۽ ٻڪرين جي پاڻي پيئڻ وقت انهن جي پيٽ ۾ هليون وينديون آهن ۽ جانور بيمار ٿي پوندا آهن. سنڌ ۾ ڪن



جوُرن

بيمارين جي علاج لاءِ جوُرن ذريعي رت ڪڍيو ويندو آهي ۽ ماڻهو سمجهندا آهن ته جوُر لڳرائڻ سان ڦٽ ڦرڙي، ناسور وغيره جو ڪنورت نڪرڻ سان علاج ٿيندو پر اهو خطرناڪ عمل آهي، جو ايڊز، هيپاٽائيٽس بي ۽ سي جهڙيون خطرناڪ موتمار بيماريون انهن ذريعي ڦهلجي سگهن ٿيون.

**ڄم بابت سنوڻ:** ڄم يا پئدائش (رسم)، ٻار جي ڄمڻ کان پوءِ مختلف ريتون، رسمون ٿين ٿيون. مسلمانن ۾ ٻار ڄمڻ بعد سندس والد يا ڪو ٻيو رشتيدار ٻار جي ساڄي ڪن جي پرسان اذان ڏيندو آهي ۽ کابي ڪن جي پرسان اقامت جا ڪلما پڙهندو آهي. پٽ ڄمڻ جي خوشيءَ ۾ وڏا شادمانا ٿي ويندا آهن ۽ مٽ مائٽ جتي پٽ ڄمندو آهي، اتي مبارڪباد ۽ دل گهريا دان کڻي ايندا آهن. سنڌ جي ڪن ذاتين ۾ ٻار جي ڄم وقت در جي چائنٺ وٽ هڪ مهري رکي ڪاري ڳنڍ جو ليڏوٽو بصرءِ بگهڙ جي کل جو ٽڪرو ٽنگي ڇڏيندا آهن. ٻار جي مٿي کان عاج جو چوڙو ۽ قرآن پاڪ رکندا آهن. ٻار جي ڄم وقت ڏينهن، ٽائيم، تاريخ ۽ سال لکي ڇڏيندا آهن ۽ ان حساب سان ٻار جي ڄمار جو ڪاٿو لڳائيبو آهي.

**ڄمورو لڪ:** هي لڪ نئَن گاج جي ڏکڻ ۾ ڄمورو چوٽيءَ وٽ آهي. هن لڪ مان گذري بلوچستان جي ڄمورو ماٿريءَ ۾ داخل ٿبو آهي، جيڪا ڪيرٿر جي اولهه ۽ نئَن گاج جي ڏکڻ ۾ آهي. ڄمورو شهر هن لڪ کان 16 ميل پري اولهه- اتر ۾ آهي.

**ڄمون** (Black Palm): هي مشهور ميويدار وڻ آهي، جيڪو اسان وٽ عام جام ٿئي ٿو. هن جي ٿڙ جي ٿولهه 36 سينٽي ميٽر، جڏهن ته ڊيگهه ٽيويهه ميٽر ٿيندي آهي. ٿڙ خاڪي معمولي هيڊاڻ مائل ٿيندو آهي. هن جا پن مختلف سائزن تي ٿين ٿا، جيڪي سادا ست کان پندرهن سينٽي ميٽر ڊگها ۽ 3.8 کان 6.3 سينٽي ميٽر ويڪرا هوندا آهن. پن جون ڏانڊيون 8.25 ملي ميٽر



ميوو 2.5 کان پنج ملي ميٽر ڊگهو ٿئي ٿو هي برصغير سيلون ملايا ۽ آسٽريليا ۾ ڪثرت سان ٿئي ٿو هي ڳلي جي سور سوڄ لاءِ مفيد آهي. ڊاڪٽر شگر جي مريضن کي به تجويز ڪندا آهن پيٽ جا ڪيڙا خارج ڪري ٿو دم اچ ۽ رت جي خرابي ۾ مفيد آهي. هن کي سنسڪرت ۾ 'جمبولا'، بنگاليءَ ۾ 'ڪالا جام' چون ۽ نباتاتي نالو(Eugenia Jabularva Linn) اٿس. هن جو مزاج سرد هڪ درجا ۽ خشڪ به درجا ٿئي ٿو هي وڻ پاڪستان توڙي هندستان ۾ به عام پوکيو وڃي ٿو



ذيابطيس ٽائپ ون ۽ ذيابطيس ٽائپ ٽو ۾ ڄمونءَ جو استعمال وڏيڪ فائديمند ثابت ٿيو آهي. ويهين صديءَ ۾ ڪيتري ئي عرصي تائين ايلوپيٿڪ طريقي واري علاج ۾ پڻ شوگر جي ڪنٽرول لاءِ ڄمونءَ جي ڪيميائي تجزيي مطابق ان جي ماس ۾ 83.7 سيڪڙو پاڻي، 14 سيڪڙو ڪاربوهائيڊريٽس، پروٽين 0.7 سيڪڙو ۽ چربي 0.3 سيڪڙو آهي. هن ميوي ۾ وٽامن اي، بي، سي، ميلڪ ايسڊ، آڪزيلڪ ايسڊ، گيلڪ ايسڊ ۽ ٽينن سان گڏ هڪ خوشبودار تيل به شامل آهي. ڄمونءَ جي ٻجن ۾ ڪيلشيم، پروٽين، ٽينن، اليگڪ ايسڊ، گليلڪ ايسڊ ۽ جمبولين نالي هڪ گلوڪوسائيڊ موجود هوندو آهي. ڄمونءَ جي ٽارين ۽ پنن ۾ گيلڪ ايسڊ ۽ فولاد پڻ وڏي مقدار ۾ ٿيندو آهي.

**ڄوو:** هيءَ هڪ جيت آهي، جيڪو اڪثر وارياسي علائقي ۾ مال جي وٿاڻن ۾ ٿيندو آهي. هن جيت جا مختلف قسم ٿيندا آهن. ڪي جونءَ وانگر ننڍڙا ٿين ٿا ته ڪي وري ڪجهه وڏا به ٿيندا آهن. هي ڏسڻ ۾ عام جيتن وانگر هوندا آهن. پر هنن جو چڪ تمام زهريلو هوندو آهي. جيڪڏهن ماڻهو کي چڪ پائي ته خارش ٿي پوندي آهي، جنهن جو اثر ڪجهه ڏينهن تائين رهي ٿو. اڪثر مال جي ڪنن جي اندرين حصي، ٿڻن ۽ پڇ وٽان چڪ پائيندا آهن. هنن جي چڪ سبب مال ڪمزور ٿي پوندو آهي. گهڻو رت چوسڻ سبب ڪيترين ئي بيماريون پيدا ٿينديون آهن. ماڻهو جوَن کي ڀڄائڻ لاءِ وٿاڻ کي صاف ڪرائي، لوڻ ڇٽيندا آهن. جنهنڪري جوا ختم ٿي يا ڀڄي ويندا آهن.

**ڄئيرو:** هي گانگٽ جو قسم آهي، جيڪو سمنڊ ۾ پلجي ٿو. جڏهن سنڌو درياهه کي پليون ڪونه هيون، ته ڄئيرو سکر تائين مرندو هو. هن کي ڪاري



ڄئيرو

وارا سانو ۽ درياھ جو گدڙ، يعني 'درياھ جو ڪينئون' بہ چوندا آھن. ھي جانئرو ۽ جھري جي نالي سان بہ سڃاتو وڃي ٿو. ھي گانگٽن ۾ وڏو گانگٽ ٿئي، سندس ڊيگھہ اڌ فوٽ، رنگ ڳاڙھو ۽ وزن اڌ پاءُ يا ان کان بہ مٿي ٿي سگھي ٿو. جھيرو کائڻ ۾ وڏيڪ لذيذ ٿئي ٿو جو سندس گوشت پڪو آھي. ھن ئي نالي سان سمنڊ ۾ لوئر ڪٽنب جي مڇين مان ھڪ مڇيءَ جو نالو آھي، جيڪا ننڍين مڇين ۾ شمار ٿئي. جنھن جي ڊيگھہ اڌ فوٽ کن ٿيندي آھي.

**چيٽ**: چيٽ، سنبت تقويم جو ٽيون مھينو آھي. ساڳيءَ طرح سنڌي ڪئلينڊر جو ھي ٽيون مھينو آھي، جنھن ۾ 31 ڏينھن ٿيندا آھن. چيٽ جو مھينو 15 مئي کان 14 جون تائين ھلندو آھي.

**چيتاسنگھ**: چيتاسنگھ، شڪارپور جو شاھوڪار سيٺ ھو. ڪتاب 'تاريخ تازہ نواءِ معارڪ' ۾ منشي عطا محمد شڪارپوري لکي ٿو تہ: "چيتاسنگھ ٽالپر دؤر ۾ شڪارپور جو شاھوڪار سيٺ ھو. جنھن جو اثر رسوخ ٽالپر حڪمرانن تائين ھو. جڏھن انگريز سنڌ مان خراسان ڏي روانا ٿيا تہ دڳ تي ٻروچن ترڪ علي جکراڻي، بگٽين، ڊومبڪين، بيبرڪ ۽ بروھين ھنن کان ڦرلٽ ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏي. انگريز اھو نقصان ڏسندي ڪاوڙيا، پر ڳالھائي نٿي سگھيا. ان کان پوءِ وليم ايسٽڪ شڪارپور آيو. تنھن فتح محمد خان غوري (جيڪو خيرپور جي والي مير رستم خان جو خاص مشير ھو) کي چيو، اھڙيءَ ڦرلٽ کان انگريزن کي بچايو. انھي کان سواءِ چيتا سنگھ، بجار خان ڊومبڪيءَ کي وچ ۾ آڻي ٺاپر ڪرائي."

شاھ شجاع شڪارپور ۾ رھي ظلم، ستم ۽ عيش ڪيا، جتي بہ مال ملڪيت جي خبر ٿي پيس، اتي پھچي ڦرلٽ ٿي ڪيائين. ڪنوارين ڇوڪرين کي زوري اغوا ڪرائي، پنھنجي حرم ۾ ٿي داخل ڪيائين. ان ڪانسواءِ سعادت خان جي زالن ۽ ٻارن ٻچن کي قيد ڪري ساڻن سخت عقوبتون ڪيائين. 'تازن معرڪن جي تاريخ' جي ترجمي جي فوٽ نوٽ ۾ ڄاڻايل آھي تہ: "ھڪ ڀيري شاھ شجاع سان شڪارپور جو شاھوڪار سيٺ چيتاسنگھ ۽ سندس ڀاءُ چترو مل وٽس لنگھي ويا. چيتاسنگھ نھايت سھڻو ھو ۽ سندس ڀيڻ جي حسن جي بہ چوڌاري ھاڪ ھئي. شاھ شجاع، چيتاسنگھ جي حسن کي ڏسي مست ٿي پيو ۽ زوري زبردستي چيتاسنگھ جي گھران سندس ڀيڻ کي گھرائي پنھنجي حرم ۾ داخل ڪيو."

**چيتا لال ايسراڻي 'نريش'**: چيتا لال ايسراڻي، 6 اپريل 1936ع ۾ ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو ھن جون سنڌي گائڪ ۽ سنگيتڪار طور اڌ صديءَ کان مٿي خدمتون آھن، ھن ڪيترا فلمي ۽ غير فلمي گيت ڪمپوز ڪري ڳايا. ڀارت ۾ ٺھندڙ سنڌي فلمن جھڙوڪ: 'لاڏلي'، 'اچا تہ مان ننڍڙي آھيان'، 'شل ڏيئر نہ ڇمن' وغيرہ ۾ گيت بہ ڳاتائين. سنڌي فلم 'لک لھي ٿي لوڏ' (جا رليز نہ ٿي سگھي) ۾ پڻ ھن گيت رڪارڊ ڪرايا ھئا. سنگيتڪار جي حيثيت ۾ سنڌي فلم 'رات ھڪ طوفان جي' کانسواءِ ھندي ۽ پنجابي فلمن: 'ٻالڪ ڌرو'، 'مايا مڇندر'، 'ميران شام'، (ھندي) ۽ 'گورک ڌنڌا' (پنجابي) ۾ بہ سنگيت ڏنو آھي. فلم 'گموجا' لاءِ بہ مھيندر ڪپور سان گڏ گيت ڳايل اٿس. ملند ڪالوني بمبئيءَ ۾ رھائش ھئس.

**چيٺانند پاونداس لعلواڻي**: ليکڪ چيٺانند پاونداس لعلواڻي، 25 مارچ 1916ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو ھن اڌ صديءَ کان مٿي سنڌي ادب جي خدمت ڪئي آھي. ھن ڪھاڻيون، ناول ۽ مضمون جي ميدان ۾ قلم آرائي ڪئي آھي. ان سان گڏ ٻارن لاءِ ڪتاب، سوانحي ادب ۽ ترجما بہ ڪيا آھن. طبعزاد شايع ٿيل آھن: (1) بابو راجيندرناٿ (جيوني: 1936ع)، (2) جئہ پرڪاش نارائڻ (جيوني: 1940ع)، (3) ميونسپل ڪائونسلر (1940ع) ۽ (4) مھاراڻي چندراوتي. جن مان پھريون، ٻيو ۽ چوٿون سوانحي ناول آھن.



سڀاش چندر بوس بابت 1942ع ۾ ڪتاب لکيو. سندس خاص ڪم 'گرو گرنٿ صاحب' جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آھي. ورھاڱي کان اڳ ھن 'ڦولستان'، 'دل بھار' ۽ 'گل ڦل' ٻارن جا رسالا شايع ڪيا. برصغير جي آزاديءَ جي ھلچل دوران برطانيا سرڪار خلاف ھڪ ڪتاب لکڻ ڪري جيل بہ ويو. سندس ھي ڪتاب 1941ع ۾ ضبط ٿيو. ورھاڱي کان پوءِ ھندستان لڏي ويو ۽ 1981ع ڌاري بمبئيءَ ۾ وفات ڪري ويو.

**چيٺانند يوڳراج پنجابي**: شاعر ۽ اداڪار چيٺانند يوڳراج پنجابيءَ، 17 جولاءِ 1921ع تي حيدرآباد، سنڌ ۾ جنم ورتو. شاعر ۽ اداڪار ھو. اداڪاريءَ جي کيتر ۾ ڪيترا سال ڪم ڪيائين. سندس ڪتابن ۾: 'زندگيءَ جي جوت'، 'گھرو اسپتال'، 'فيملي ڊاڪٽر'، 'سوتنترا سنگرام' (ٽي ڀاڱا) ۽ ڏندن جون بيماريون شامل آھن. صحت تي سنڌيءَ کان سواءِ تيليگو زبان ۾ بہ ڪتاب لکيائين. ورھاڱي کان پوءِ 'سماچار' ھفتيوار اخبار اجمير مان جاري ڪيائين ۽ اتي ئي رھائش اختيار ڪيائين.

**چيٺڙا (ذات)**: چيٺڙا ذات وارا سنڌ جي ڪيترن شھرن ۽ ڳوٺن ۾ آباد آھن. ڳوٺ ڪاھي، تعلقي نوشھري فيروز جا چيٺاڻي ۽ ٺارو شاھ جا گيانچنداڻي ساڳيءَ ذات جا آھن. ھن ذات جا ھندو موري، سڪرنڊ، حيدرآباد، ميرپورخاص، لاڙڪاڻي، ٻوبڪ ۽ سنڌ جي ٻين شھرن ۾ آباد آھن. لاڙڪاڻي، ٺارو شاھ ۽ ٻين ھنڌن جا چيٺڙا ويرنات جي مڙھيءَ جا شيوڪ آھن.

**چيٺملاڻي**: چيٺملاڻي سنڌي لوھاڻن جو ھڪ پاڙو آھن. جيڪي اصل ۾ اروڙ ونشي آھن ۽ شڪارپور ۾ رھندا ھئا. سندن وڏو ڏاڏو ديوان چيٺمل، حيدرآباد جي ميرن پاران شڪارپور جو بااختيار گورنر ھو. ھن شڪارپور ۾ پنھنجو ضرب خانو کوليو ھو ۽ سندس نالي سان 'ج' اکر وارو سڪو ھلندو ھو. ھن جي لشڪر ۾ گھڻو ڪري پناڻ شامل ھئا. جڏھن انگريزن سنڌ فتح ڪئي ۽ ديوان چيٺمل کي ملازمت جي آڇ ڪئي تہ ھن وٽن نوڪري نہ قبولي ۽ ملتان جي گورنر لالا مولراج وٽ وڃي رھيو. پوءِ جڏھن مير علي مراد خان خيرپور رياست جو والي ٿيو تہ ڪيس گھرائي ورتائين. سندس لاڏاڻو بہ خيرپور ۾ ئي ٿيو. ڪيس ديوان نوتنداس نالي ھڪ پٽ ھو. جنھن جو اولاد چيٺملاڻي سڏجي ٿو. ھندستان جو ناميارو وڪيل رام چيٺملاڻي بہ ھن خاندان مان آھي.

**جيٺملاڻي، رام:** ڀارت جي ناليواري سياستدان ۽ قانوني ماهر رام جيٺملاڻيءَ، 14 سيپٽمبر 1923ع تي شڪارپور (سنڌ) ۾ جنم ورتو هو. 13 سالن جي عمر ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو ۽ 17 سالن جي ننڍيءَ ڄمار ۾ قانون جي ڊگري حاصل ڪري ورتي. جيئن ته ان وقت وڪيل ٿيڻ لاءِ عمر جي حد 21 سال هئي، پر هن جي ڪري هڪ خاص ٺهراءُ پاس ڪيو ويو، جنهن تحت هي ننڍيءَ عمر ۾ ئي وڪيل بڻجي ويو. رام جيٺملاڻيءَ پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز هڪ استاد



جي حيثيت ۾ ڪيو. اُن بعد هن پنهنجي دوست ۽ اڳوڻي وزيرقانون اي. ڪي. بروهيءَ سان گڏجي ڪراچيءَ ۾ هڪ قانوني فرم جو بنياد وڌو. پاڪستان جي قيام بعد فيبروري 1948ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ وڳوڙ شروع ٿي ويا، جنهنڪري رام جيٺملاڻي، اي. ڪي بروهيءَ جي مشوري سان ڀارت لڏي ويو ۽ وڃي بمبئيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين. 1953ع ڌاري هو گورنمينٽ لا ڪاليج ممبئيءَ جو پروفيسر ٿيو، جتي گريجوئيٽ ۽ پوسٽ گريجوئيٽ شاگردن کي پڙهائيندو هو. هو 4 دفعا ڀارت جي بار ڪائونسل جو چيئرمئن ٿيو.

رام جيٺملاڻي 1971ع ڌاري باقاعدي سياست ۾ قدم رکيو. 1971ع ۾ ڀارتيه جنتا پارٽيءَ جي سهڪار سان الهاس نگر مان آزاد اميدوار جي حيثيت ۾ لوڪ سڀا جي چونڊن ۾ بيٺو، پر ڪامياب نه ٿي سگهيو. هي ڇهين ۽ ستين لوڪ سڀا ۾ پارليامينٽ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1975ع کان 1977ع تائين ملڪ ۾ لاڳو ايمرجنسيءَ جي دور ۾ هندستان جي بار ائسوسيئيشن جو صدر رهيو.

هن ڀارت جي اڳوڻي وزيراعظم اندرا گانڌيءَ کي سخت تنقيد جو نشانو بنايو، ان ڪري ڪجهه وقت جيل ۾ رهيو. جيل مان نڪرڻ بعد هو ڪئناڊا هليو ويو ۽ اٽڪل ڏهن مهينن کان پوءِ ملڪ موٽي آيو. 1980ع جي عام چونڊن ۾ بمبئي اتر اولهه واري تڪ تان چونڊن ۾ سوڀارو ٿيو ۽ 1988ع ۾ راجيه سڀا جو ميمبر بڻيو. 1996ع ۾ وزيراعظم اٽل بهاري واجپائيءَ جي دَور ۾ قانون جو وزير رهيو ۽ بعد ۾ اربن ڊيولپمينٽ کاتي جو قلمدان سنڀاليائين. 1996ع ۾ عالمي بار ايسوسيئيشن جو ميمبر پڻ رهيو. آڪٽوبر 1998ع ۾ ٻيهر وزير ٿيو.

2004ع جي چونڊن ۾ آزاد اميدوار طَور لکنؤ مان اٽل بهاري واجپائيءَ جي مقابلي ۾ بيٺو، پر ٻين پارٽين جي عدم سهڪار سبب ڪامياب ٿي نه سگهيو. 2010ع ۾ ڀارتيا جنتا پارٽيءَ (BJP) جي ٽڪيٽ تي راجستان رياست مان راجيه سڀا جي ميمبر طور ڪامياب ٿيو. 7 مئي 2010ع تي ڪيس انڊيا جي سپريم ڪورٽ بار ايسوسيئيشن جو صدر چونڊيو ويو. رام جيٺملاڻيءَ کي سندس سماجي ۽ ملڪي خدمتن جي اعتراف ۾ ڪيترا اوارڊ ۽ سندون مليل آهن، جن ۾: (1) 'انٽرنيشنل جيوريسٽ' اوارڊ، (2) 'ورلڊ پيس ٿرو لا' ۽ (3) هيومن رائيٽس اوارڊ (جيڪو کيس فلپائين ۾ آمريت جي خلاف آواز اٿارڻ تي مليو). سندس ڪيترائي ڪتاب ڇپيل آهن، جهڙوڪ:

(1) Conscience of Maverick (2007)،

(2) Big Egos, Small Men،

رام جيٺملاڻيءَ جي سوانح حيات جي باري ۾ 'نالين گيرا' جو ڪتاب: 'Biography: Ram Jethmalani' پڻ ڇپيل آهي.

رام جيٺملاڻي انڊيا جي وڏن وڪيلن ۾ شمار ٿئي ٿو. جڏهن ڪن متعصب ماڻهن هندستان جي ٽئگور جي لکيل ترانې مان 'سنڌ' لفظ ڪڍڻ جو مطالبو ڪيو ته هن ملڪ جي وڏي ۾ وڏي عدالت ۾ دليل ڏئي، ترانې مان 'سنڌ' نالو ڪڍڻ نه ڏنو.

رام جيٺملاڻيءَ جا ٻه فرزند به ملڪ جا ناميارا وڪيل آهن. رام جيٺملاڻيءَ جو شمار انهن سياستدانن ۽ قانوندانن ۾ ٿئي ٿو جيڪي هند پاڪ ۾ بهتر لاڳاپن جي هر دور ۾ وڪالت ڪندا رهندا آهن. هي ڏکڻ ايشيا ۾ جنگ ۽ دهشتگرديءَ جو سخت مخالف آهي.

**چيتمل پرسرام گلراجاڻي:** مشهور اديب، سچو سناتني، صوفي ۽ ٿياسافسٽ، چيتمل پرسرام گلراجاڻي، 1885ع ڌاري حيدرآباد سنڌ ۾ جنم ورتو. ابتدائي ۽ انگريزي تعليم حيدرآباد مان حاصل ڪيائين. کيس برهمو سماج، سناتن ڌرم، اسلام ۽ ٿياسافيءَ جي وڏي ڄاڻ هئي. سنڌ جي صوفياڻي ڪلچر جو عملي نمونو ۽ انسان دوست شخص هو. ڪجهه وقت 'گلراج' جي تخلص سان شاعري به ڪيائين. 1914ع ۾ لالچند امرڏني مل سان گڏجي 'سنڌي ساهت سوسائٽي' قائم ڪيائين. جيڪا پوءِ اين. ايچ. پنجابيءَ خريد ڪئي. 1917ع ۾ جڏهن



حيدرآباد ۾ نئشنل ڪاليج قائم ٿيو ته ان ۾ سنڌيءَ جو پروفيسر مقرر ٿيو. 1918ع ڌاري اينې بيسنٽ جي 'هوم رول تحريڪ' جو ميمبر ٿيو ۽ سياسي طرح سرگرم ٿيو. سندس ئي ڪوشش سان حيدرآباد ۾ 'بيسنٽ هال' جو بنياد پيو، جنهن جو افتتاح اينې بيسنٽ خود ڪيو هو. هوم رول تحريڪ جي سلسلي ۾ چيتمل پرسرام هڪ روزاني سنڌي اخبار 'هند واسي' جاري ڪئي. ڪجهه وقت کان پوءِ ساڳيءَ اخبار جو نالو بدلائي 'ڀارت واسي' رکيائين ۽ ڪيترا ڪتاب ڇپرايائين.

چيتمل پرسرام جي ايڊيٽريءَ جو انقلابي دور 'ڀارت واسي' اخبار کان شروع ٿئي ٿو. هن اخبار کي 'رولٽ ائڪٽ' خلاف عوامي تحريڪ طور استعمال ڪيو. جڏهن 3 مارچ 1919ع تي چانڊني چوڪ دهليءَ ۾، انگريزن جي لاڳو ڪيل 'رولٽ ائڪٽ' جي خلاف هزارين ماڻهن جو جلوس نڪتو ته ان تي سرڪار فائرنگ ڪرائي، جنهن ۾ ڪيترائي احتجاجي مارجي ويا ۽ سون جي تعداد ۾ زخمي ٿيا. چيتمل پرسرام به ان واقعي جي خلاف پنهنجي اخبار هند واسيءَ ۾ ايڊيٽوريل لکيو ۽ ان عنوان طور شاهه لطيف جو هيٺيون بيت لکيائين:

اڳيان اڏين وٽ، پوين سر سنباهيا،
ڪاٽ نه پوءِ قَبُولَ ۾، مَڇُڻَ پاڻين گهٽ،
مَٿا مَهاڻِن جا، پِٺا نه پَسين پَٽِ،
ڪلاڙڪي هَٽِ، ڪَسَڻ جو ڪوپُ وهي.

*(سر ڪلياڻ، بيت 23، صفحو 150، بلوچ ڊاڪٽر نبي بخش)*

سندس ايڊيٽوريل، عنوان واري شعر سميت ترجمو ٿي، جڏهن اُن وقت حيدرآباد، سنڌ جي ائڊيشنل مئجسٽريٽ ايچ. ٽي. سورلي وٽ پهتو هن چيتنمل پرسرام تي بغاوت ۽ ماڻهن کي ڀڙڪائڻ جو مقدمو درج ڪري، کيس ٻه سال جيل جي سزا ڏئي ڇڏي ۽ اخبار به بند ڪئي وئي. جيل ۾ چيتنمل پرسرام 'ترنگ جو تيرٿ' نالي جيل ڊائري لکي، ۽ اها سنڌيءَ ۾ پهرين ڇپيل جيل ڊائري آهي.

تاريخ جو عجيب اتفاق آهي ته ان کان پوءِ ايچ. ٽي. سورلي، چيتنمل پرسرام جي ايڊيٽوريل جي عنوان واري شاعر شاهه لطيف کان ايڏو ته متاثر ٿيو جو هن اڳتي هلي 1938ع ۾ شاهه لطيف تي تحقيقي مقالو 'Shah Abdul Latif of Bhit: His Poetry, Life and Times' لکيو، جيڪو شاهه جي شاعريءَ ۽ دؤر تي شاهڪار ڪتاب آهي. هن ڪتاب جو سنڌي ترجمو 'ڀٽ جو شاهه' عنوان سان عطا محمد ڀنڀرو ڪيو آهي، جيڪو سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران 1992ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، جڏهن ته هن ڪتاب جو اردو ترجمو به ٿيو آهي.

چيتنمل پرسرام 'ڀارت واسي' اخبار بند ٿيڻ کان پوءِ 'سنڌ واسي' اخبار جاري ڪئي. 1922ع ۾ 'نئين سنڌي لائبرري' ۽ 'سستو عمدو ساهت مالها' نالي سان ڪتابي سلسلا شروع ڪيائين.

چيتنمل پرسرام 1924ع ڌاري حيدرآباد مان هڪ ماهوار ادبي رسالو 'روح رهاڻ' جاري ڪيو، جنهن 1944ع تائين سنڌي ادب جي وڏي خدمت ڪئي. هن رسالي جو مقصد ٿياسافيءَ ۽ تصوف جي پيغام کي عام ڪرڻ هو. ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ جي مرتب ڪيل شاهه جي رسالي تي هڪ تنقيدي ڪتاب لکيائين، جنهن ۾ 'گربخشاڻيءَ تي شاهه جا بيت گم ڪرڻ' بابت تنقيد ٿيل هئي. 1947ع ۾ 'روح رهاڻ' جي ساڳئي نالي سان ڪراچيءَ مان رسالو جاري ڪيائين. ورهاڱي کان پوءِ 'پرڪاش' ۽ 'سنڌ هيرالڊ' اخبارون جاري ڪيائين. حيدرآباد ۾ دلپت صوفيءَ جي آستاني تي هر ڇنڇر رات، صوفي راڳ جي مجلس ٿيندي هئي، جتي چيتنمل پرسرام حاضري ڏيندو هو.

چيتنمل پرسرام سياست ۾ ترقي پسند خيالن جو حامي هو. هن 1930ع ۾، ميرپورخاص ۾ سائين جي. ايم. سيد سان گڏجي 'سنڌ هاري ڪميٽيءَ' جو بنياد وڌو ۽ 1938ع ۾ 'پيپلز پارٽيءَ' قائم ڪرڻ ۾ به سائين جي. ايم. سيد سان گڏ رهيو. 1939ع ۾ جڏهن مسجد منزل گاهه واقعي ۾ هندو مسلم فساد ٿيا ته چيتنمل پرسرام، علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ ۽ جي. ايم. سيد سان گڏجي بيان ڏنيو، جنهن ۾ سنڌ جي صوفي روايتن جي پوئلڳ سنڌين کي مذهب جي نالي تي اشتعال ۾ اچڻ کان روڪيو ويو هو. هي پهريون شخص هو، جنهن سوشلزم تي سنڌيءَ ۾ پهريون ڪتاب 'سوشلزم' (ساميه واد) لکيو. ان کان سواءِ سناتن ڌرم، تصوف ۽ ويدانت تي ڪيترا ڪتاب لکيائين.

چيتنمل پرسرام جي ڪتابن جو ڪجهه تفصيل ڏجي ٿو:

(1) سناتن ڌرم، (2) صوفي مت، (3) سک پنٿ، (4) اپنشد گيان، (5) آنند دربار، (6) وديا گُرو، (7) ترنگ جو تيرٿ (جيل ڊائري)، (8) سنڌي ساهت جو خزانو (1924ع)، (9) ميران ٻائي، (10) شاهه جون آکاڻيون، (11) پرلوڪ مان پيغام، (12) ڀڳوت گيتا (اينِي بيسنٽ جو ترجمو)، (13) ٻڌل ٻيڙي، (14) مونا وانا، (15) ٻال هتيا، (16) گال بلاس، (17) سڌيون ۽ ڇڪر، (18) ستگر جي چرنن ۾، (19) ڀڳوت گيتا ۽ راج گيان، (20) ڇمڙا پوش جون آکاڻيون (1932)، (21) سدا ڇار (ليلارام پريمچند سان گڏ لکيل)، (22) سونو گڏهه، (23) ٻائي ڪلاچند، (24) مارگ جوتي ۽ ڪرم، (25) يوگ جي سمجهاڻي، (26) پورب جوتي، (27) صوفي سگهورا، (28) پيغمبر اسلام، (29) موت هڪ بهانو (30) فلاسافي ڇا آهي، (31) هئمليٽ (ترجمو)، (32) سچل سرمست، (33) طوفان (ترجمو)، (34) سوشلزم (ساميه واد)، (35) حسابي حساب، (36) فائوسٽ (ترجمو)، (37) ايمرسن، (38) سنڌي سونهارا، (39) جڳت جا نيتائو (40) سوراج ساگر (41) هند ۽ سنڌ جا سنت، (42) موت ته آهي ئي ڪونه، (43) Sindh & its Sufis، (44) Shakespeare Through Indian Eye.

'سنڌي ساهت جو خزانو' (شاهه جو رسالو) دراصل سندس اخبار 'ڀارت واسي' ۾ قسطوار تنقيدي مضمونن جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ چيتنمل پرسرام، شاهه جي رسالي بابت، ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ تي تنقيد ڪئي آهي.

هن لائق شخص، 6 جولاءِ 1948ع تي بمبئيءَ ۾ وفات ڪئي.

چيتنمل پرسرام جي ياد ۾ 'چيتنمل پرسرام ساهتيه سرجڻ سمتي' نالي ممبئيءَ ۾ هڪ ادارو موتيرام راموڻيءَ ۽ چيتنمل پرسرام جي خاندان وارن گڏجي قائم ڪيو آهي، جنهن جو مقصد چيتنمل پرسرام جو لکيل ادب ڇپائڻ لاءِ آهي. ان ڏس ۾ سنڌ جي برک دانشور محمد ابراهيم جويي کي 1991ع ڌاري بمبئيءَ گهرايو ويو ته جيئن چيتنمل پرسرام جي قلمي پورهيي تي خاص نظر وجهي. موتيرام راماڻيءَ هن اداري پاران، چيتنمل پرسرام جا ڪتاب: (1) نانڪ يوسف، (2) چيتنمل پرسرام ۽ سندس چونڊ لکيتون، (3) ساهتي رهاڻ (شاهه ڪريم بلڙيءَ واري بابت شاهڪار مقالو ۽ ستن ادبي ڪتابن تي تنقيد: 1991ع). (4) Shakespeare Through India Eye ڇپجي چڪا آهن.

**جيتواڻي**: هي ديوانن جي نک آهي. هنن جا وڏا پنجاب کان سنڌ ۾ آيا هئا ۽ خيرپور ۾ اچي رهيا هئا. ديوان جيتنمل، جنهن جي نالي پويان هن خاندان وارا سڏجن ٿا، سو خود ڀڳواناڻي هو. سندس ڪٽنب مان ڪنهن ٺارو شاهه مان آواتراماڻيءَ ديوانن مان شادي ڪئي هئي، جيڪو هڪ صغير پٽ ڇڏي مري ويو. سندس لاڏاڻي کان پوءِ سندس گهر واري خيرپور ڇڏي مائٽن وٽ ٺارو شاهه وڃي رهي. ٺارو شاهه جا جيتواڻي، انهي مائيءَ جي پٽ جو اولاد آهن، جيڪي اڄ تائين ٺارو شاهه ۾ رهندا آهن.

**جيتواڻي، هريڪانت**: برک شاعر، ناٽڪ ڪار، ڪهاڻيڪار ۽ نقاد هريڪانت جو پورو نالو هري روپچند جيتواڻي هو. هن جو اباڻو ڳوٺ نوشهروفيروز (اڳوڻو ضلعو نوابشاهه) هو، پر هن ناناڻي شهر جيڪب آباد جي پاڙي غريب آباد ۾، ناناڻن جي گهر ۾، 5 سيپٽمبر 1935ع تي جنم ورتو. کيس ست ڀائر ۽ هڪ ڀيڻ هئي ۽ هي ٻيو نمبر ٻار هو. پرائمريءَ تعليم ساماري، جيمس آباد، سانگهڙ، ڦلهڏين ۽ خيرپور ميرس ۾ ورتائين. سندس پيءُ روپچند جيتواڻي جي نوڪريءَ جي بدلين ڪري هري ڪنهن



هڪ اسڪول ۾ سانده پڙهي نہ سگهيو. پرائمريءَ ڪان مڊل تائين سندس اهو حال رهيو. هو خيرپور جي ناز هاءِ اسڪول ۽ نوشهري مدرسي اسڪول ۾ بہ هڪ هڪ سال پڙهيو. اوچتو ورهاڱو ٿيو ۽ 12 سالن جي ڄمار ۾ مائٽن سان گڏ هندستان جي شهر اجمير ۾ اچي رهيو. اجمير جي گورنمينٽ هاءِ اسڪول فار سنڌيز نمبر 2 مان مئٽرڪ ۽ پنجاب يونيورسٽيءَ مان بي. اي ڪيائين. پڙهڻ جي شوق سبب هندي ساهتيہ سميلن پرياگ مان 'ساهتيہ رتن' بہ ڪري ورتائين. ايل. ايل. بي ڪرڻ لاءِ گورنمينٽ ڪاليج اجمير ۾ داخلا ورتائين، پر هڪ سال بعد هو دهليءَ هليو آيو جتي دهلي يونيورسٽيءَ جي پوسٽ گرئجوئيٽ انسٽيٽيوٽ ۾ فلاسافي ۽ سائڪالاجي ڪٽي ايم. اي ۾ داخلا ورتائين، پر گهرو سببن جي ڪري امتحان ۾ ڪو نہ ويٺو. پڙهائيءَ دوران نوڪري بہ ڪيائين. انهن ڏينهن ۾ اجمير ميرواڙا رياست ۾ هو هو سيڪريٽريٽ جي تعلقات عام شعبي ۾ ترجمان (Translater) مقرر ٿيو. سنڌي اخبارن جون خبرون ۽ ايڊيٽوريل هندي ۽ انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪندو هو ۽ فائيل وڏي وزير، چيف سيڪريٽريءَ ۽ اطلاعات کاتي کي موڪليندو هو. اوچتو نوڪري ڇڏي دهليءَ هليو آيو ۽ وچي وزارت تجارت (Trade Ministry) ۾ ڪلرڪي ڪيائين. 1963ع ۾ شادي ڪيائين. 1967ع ڪان ريڊيو دهليءَ جي نيوز سروسز ڊويزن ۾ سنڌي يونٽ جو انچارج ٿي رهيو. جتان سينيئر اسڪيل تي پهچي، 1993ع ۾ رٽائر ڪيائين.

هريڪانت جي ادبي زندگيءَ جي شروعات 1951ع ۾ ٿي، جڏهن هو نائين درجي ۾ پڙهندو هو تڏهن هڪ ڪهاڻي 'پنيوالو' ۽ هڪ ڪوتا 'پٽڪندڙ روح' لکي، اجمير مان نڪرندڙ 'هندو' اخبار ۾ ڇپايائين. ائين ادبي دنيا ۾ ڪهاڻيءَ ۽ شاعريءَ سان هڪ ٿي وقت گڏ داخل ٿيو. اسڪول ڇڏڻ وقت سندس شمار اجمير جي مڃيل اديبن ۾ ٿيڻ لڳو هو. سندس تحريرون اجمير جي روزانين اخبارن: 'هند واسي' ۽ 'جوالا' سان گڏ 'ڪلاڪار'، 'ڪماري' ۽ 'زندگي' رسالن ۾ بہ ڇپجڻ لڳيون هيون. جڏهن 1953ع ۾ 'هند واسي' بمبئيءَ مان نڪرڻ شروع ٿي تہ ان ۾ بہ سندس ڪهاڻيون ڇپجڻ لڳيون. تڏهن هري 'غريب' تخلص سان لکندو هو. بعد ۾ هن پنهنجو نالو مٽائي هريڪانت رکيو. هريڪانت نالي سان سندس پهرين ڪهاڻي 'غفور'، 1956ع ۾، سنڌ جي برک اديب محمد ابراهيم جويي، تماهي 'مهراڻ' ۾ شايع ڪئي. ان ڪان پوءِ ساڳئي رسالي ۾ سندس 'بتي اُجهامي وئي' (1958ع) ۽ بيون ڪهاڻيون پڻ ڇپيون. ڪهاڻين سان گڏ هريڪانت شاعري بہ ڪندو رهيو. سندس شهرت جو اهو مقام هو جو هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ مان نڪرندڙ ويهارو رسالن ۾ هن جون تحريرون ڇپجڻ لڳيون.

هريڪانت جي ادبي خدمت تمام گهڻي آهي. نثر توڙي نظم جي ميدان ۾ هن تمام گهڻو لکيو آهي. شاعريءَ سان گڏ ڪهاڻيون، ناٽڪ ۽ مقالا لکي پاڻ مڃايائين.

هريڪانت جي شاعريءَ جا پنج ڪتاب: (1) پرهہ ڪان پهرين (1961ع)، (2) اگهاڙا آواز (1981ع)، (3) لپ پر روشني (1987ع)، (4) سوچ جون صورتون (1990ع)، ۽ (5) اوٺويهون اڏياءُ (1995ع) ڇپيل آهن. ان ڪان سواءِ هنديءَ ۾ بہ هڪ ڊگهي ڪوتا 'ايڪ ٽڪڙا اتهاس' جي عنوان سان 1983ع ۾ ڇپيل اٿس.

هريڪانت پهريون شاعر آهي، جنهن جي ترائيلن جو ڪتاب 'پرهہ ڪان پهرين' (1961ع) سڀ ڪان اڳ ڇپيو. شيخ اياز ۽ هري دلگير جي ترائيلن جا ڪتاب بعد ۾ شايع ٿيا. سندس ڪتاب 'لپ پر روشني' کي ڀارت جي مرڪزي تعليم کاتي پاران 1989ع ۾ انعام مليو. 'اگهاڙا آواز' سندس نين ڪوتائن جو مجموعو آهي، جنهن ۾ سياسي سرشتي تي چٽي تنقيد ڪئي اٿس ۽ اڳواڻن جا چوڙا لاٿا اٿس. سندس ڪتاب 'سوچ جون صورتون' کي بہ 1991ع ۾ مرڪزي ساهتيہ اڪيڊميءَ بهترين ڪتاب جو انعام ڏنو.

هريڪانت جي ڪهاڻين جا ٻہ مجموعا: (1) ڦهلجندڙ ريگستان (1978ع) ۽ (2) زيبرا ڪراسنگ تي (1997ع) ڇپيل آهن. هريڪانت ڪافي تنقيدي مقالا بہ لکيا آهن ۽ هو هڪ بهترين نقاد بہ هو. 'گڏريل ڏهاڪي جي سنڌي ڪوتا' (1976- 1986ع) ۽ 'سنڌي ٻولي، ساهت ۽ جيون جو سنڪٽ' (ناٽڪ جي حوالي سان) سندس بہ تنقيدي مقالا اعليٰ پايي جا ڳڻيا وڃن ٿا.

هريڪانت جو سٺ واري ڏهاڪي ۾ ناٽڪ جي دنيا سان واسطو پيو. هو اجا مئٽرڪ جو شاگرد هو تہ هن پنهنجي استاد گوبندرام مٽائيءَ جي ڊرامي 'هيمون ڪالاڻيءَ' تي اهڙو مهاڳ لکيو. جو ڪيس 'هيمون ڪالاڻي' چوڻ لڳا. 1958ع ۾ ريڊيو تي اچڻ بعد جيون گرسهاڻيءَ جي سنگ ۾ هن ناٽڪ بہ لکيا. 'آخر جيت اسان جي' (1962ع) هن جو پهريون ناٽڪ هو. هن جي ناٽڪن جا ٻہ مجموعا: (1) 'ايڪانڪي' (1964ع) ۽ (2) 'مڪان خالي آهي' (1977ع) ڇپيل آهن.

سنڌي ٻوليءَ جي هن سدا بهار اديب، دل جي دوري پوڻ ڪري، 8 مئي 1994ع تي وفات ڪئي.

**جيئو لالواڻي**: هند سنڌ جو ناميارو اديب، ڪهاڻيڪار، اخبار نويس، ناٽڪ ڪار، مضمون نگار ۽ اداڪار ڊاڪٽر جيئو لالواڻي ضلعي نوشهري فيروز (تڏهن نوابشاهہ) جي شهر ڪنڊياري ۾ هڪ زميندار ڪٽنب ۾، سيٺ ماڌو داس داني مل لالواڻيءَ جي گهر، 8 مارچ 1945ع تي جنم ورتو. سندس ابا ڏاڏا ٻني ٻارو ۽ وڻج واپار ڪندا هئا. ورهاڱي وقت جيئو اجان ٻن سالن جو هو تہ سندس ڪٽنب سنڌ مان لڏپلاڻ ڪري پهرين پالي مارواڙ، پوءِ انڊور ۽ 1950ع ۾ احمد آباد جي ننڍي وسندي 'ڪبير نگر' ۾ وڃي دائمي رهائش اختيار ڪئي.



جيئي لالواڻيءَ جو والد سماج سڌارڪ ۽ خدمتگار هو. ڪبير نگر جي سينٽرل پنچائت جو مکي بہ ٿي رهيو. شاهہ لطيف سان دلي محبت هئس، ان ڪري وقت بہ وقت شاهہ جا بيت جهونگاريندو رهندو هو. جيئي لالواڻيءَ کي 'سنڌيت' سان پيار، وڏن کان ورثي ۾ مليو. جيئي لالواڻيءَ پرائمري تعليم ڪبير نگر جي سنڌي مين اسڪول ۾ ورتي؛ مئٽرڪ 1963ع ۾ مهاتما گانڌي اسڪول مان؛ انٽر سائنس ايم. جي سائنس ڪاليج مان پاس ڪري، 1965ع ۾ طبي تعليم لاءِ بي. جي. ميڊيڪل ڪاليج سول اسپتال ۾ داخلا ورتائين. جيئي لالواڻي ايم. اي (سنڌي) ميسور يونيورسٽيءَ مان ۽

بي. ايڊ ناملپا يونيورسٽيءَ مان ڪئي. ان سان گڏ هنديءَ ۾ ماسٽرس ڊگري ۽ لائبريري سائنس ۾ ڊپلوما ڪيائين. هن 1995ع ۾ ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتيءَ جي رهنمائيءَ ۾، ممبئي يونيورسٽيءَ مان ’ٻنيءَ جا سنڌي لوڪ گيت‘ تحقيقي مقالو لکي پي. ايڇ. ڊي ڪئي. اسڪول ۾ شاگرد يونين جو اڳواڻ رهيو. پنهنجي دوست رام رڪياڻيءَ سان گڏ احمدآباد جي سنڌي شاگردن جي 1966ع ۾ انٽر ڪاليجئيٽ سنڌي ائسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري بڻيو. ائسوسيئيشن جي ساليانې مئگزين ’لهر‘ جو ايڊيٽر به ٿيو.

جيٺي لالواڻيءَ جو ادب سان لاڳاپو اسڪولي زندگيءَ دوران جڙيو. سنڌي ٻوليءَ جي تسليميءَ لاءِ آل انڊيا سطح جي سيمينارن ۾ شريڪ ٿيو. ان ماحول کيس ادب ۽ فن طرف راغب ڪيو. ننڍپڻ کان اسڪول جي مئگزين ’هنس‘ ۾ سندس مضمون ڇپجڻ لڳا، سنڌي ساهتيه (ادبي) سنگت، سنڌي ساهتيه ڪلانڪيتن جي گڏجاڻين ۽ سنڌي ساهتيه سميلن ۾ شريڪ ٿيندو هو.

جيٺي لالواڻيءَ جون تخليقون ’هندواسي‘ ۽ ’شانتي‘ مخزن ۾ شايع ٿيڻ لڳيون. بي. جي ڪاليج جي ساليانې رسالي ’ڪليءَ‘ ۾ هن جي پهرين هندي لکڻي شايع ٿي، ’ڪلي‘ نالي قلمي مخزن به ڪڍيائين. اسڪولي جيون کان وٺي آل انڊيا سطح جي ادبي سميلنن ۾ ڊيليگيٽ طور شريڪ ٿيندو ۽ احمدآباد جي هر ادبي ۽ سنڌيت جي سرگرميءَ ۾ سرگرم رهندو هو. گانڌيڌام سميلن ۾ سرگرم رهيو. الهاس نگر سميلن وقت سندس صدارت ۾ اکل ڀارت سنڌي نوجوانن جي بيٺڪ ٿي، بعد ۾ کيس اکل ڀارت سنڌي ساهتيه سڀا جو ’يوٿ سيڪريٽري‘ مقرر ڪيو ويو ۽ هن احمدآباد ۾ پهريون ’اکل ڀارت سنڌي نوجوان سيمينار‘ سڏايو. بعد ۾ هن اهڙا سيمينار ٻين شهرن ۾ به منعقد ڪرايا.

جيٺي لالواڻي ادب جي هر صنف، مضمون، ڪهاڻي، ناٽڪ، جيون چريتر، مني ڪهاڻين، ٻاراڻي ادب، تنقيد ۽ لوڪ ادب سان گڏ شاعريءَ تي به قلم کنيو. پر ناٽڪ ۽ لوڪ ادب جي ميدان ۾ وڏو ڪم ڪيو اٿس. هن ’اسٽيج‘ مخزن شايع ڪئي، جيڪا اڄ تائين ڪڍندو پيو اچي. ناٽڪ لکيائين ۽ اداڪاري ڪيائين. ناٽڪ جي ترقيءَ ۽ تاريخ تي ڪتاب لکيائين. پريم پرڪاش سان گڏجي ’سنڌي ڊراما ورڪشاپ‘ جو بنياد وڌائين. هندي ۽ گجراتيءَ مان سنڌيءَ ۾ ناٽڪ ترجما ڪيائين. ان ڪانسواءِ ٻارن لاءِ ناٽڪ لکيائين ۽ اسٽيج گروپ قائم ڪري ٽريننگ ڪلاس به هلايائين. ٻارن لاءِ گجراتيءَ مان ناٽڪ ترجمو ڪيائين. سنڌي ڀڳت ۽ ناٽڪ کي جوڙڻ لاءِ ورڪشاپ ڪرايائين. بهترين هدايتڪار ۽ اداڪار جا انعام حاصل ڪيائين. احمد آباد جي ناٽڪ منڊلين، سنڌو ڪلاڪار منڊل، سنڌي ساهتيه ڪلا نڪتين، سنڌي ڊراما ورڪشاپ، ساگر آرٽ ٿيٽر رنگ ڪرم ٿيٽر ۽ رس ڪلا ٿيٽر سان به لاڳاپيل رهيو. سندس ريڊيائي ڊرامي ’حادثي‘ ڀارت سرڪار کان انعام کٽيو. هن جي ڪهاڻين جا ڪجهه مجموعا ڇپيل آهن. هن گجرات سنڌي اڪادميءَ جي نائب صدر جي پد تي رهڻ دوران لوڪ ادب تي وڏو ڪم ڪيو. سنڌي ڪڇي لوڪ ادب سيمينار، اکل ڀارت ڀڳت سيمينار ڪرايا. احمدآباد ۾ هڪ انوکو سيمينار ’آءٌ نه چوريون چنگ‘ سڏايائين، جنهن ۾ ڀڳت، ڇيج ۽ لاڏن تي مقالا پڙهيا ويا ۽ عملي مظاهرو به ڪيو ويو. جيٺي جون تعليمي ميدان ۾ به وڏيون خدمتون آهن. تعليمي سيمينار ۽ ساڌو واسواڻي تعليمي ڪلاس شروع ڪرايا. گجرات سنڌي اڪيڊميءَ جي سهڪار سان اسڪولي ٻارن لاءِ ٽيچنگ ايڊس تيار ڪرڻ، سنڌي گجراتي لغت تيار ڪرڻ، ڊيڪن ڪاليج پوني ڀاران ٽيڪنيڪي لغت تيار ڪرڻ، سنڌي سکيا ڪلاس هلائڻ، سنڌي ڪمپيوٽر تيار ڪرڻ، ريڊيو تان غير سنڌين کي سنڌي سيکارڻ، درسي ڪتاب تيار ڪرڻ، نابين ٻارن لاءِ بريل لپيءَ ۾ شاهه لطيف جون ست ڪهاڻيون تيار ڪرائڻ ۾ سندس خدمتون وسارڻ جوڳيون نه آهن.

جيٺو لالواڻي لٽريري اوارڊ ڪميٽي دهليءَ جو ميمبر گجرات ساهتيه اڪادميءَ جو 1986ع کان 1989ع تائين وائيس چيئرمئن، سنڌي اڪادمي دهليءَ جو (جولاءِ 1999ع) سيڪريٽري، سنڌي هندي ساهتيه اڪادمي گجرات جو 1996ع کان 1999ع تائين اسسٽنٽ رجسٽرار، نيشنل ڪائونسل فار پروموشن آف سنڌي لئنگئيج (NCPSL)، حڪومت هند جو 2002ع کان 2004ع تائين ڊائريڪٽر، اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا جو تعليمي چيئرمئن، اکل ڀارت سنڌي ٻولي پرچار سڀا جو چيئرمئن وغيره رهيو آهي.

هن ڪيترا اوارڊ پڻ حاصل ڪيا آهن، جن ۾: ’انفرميشن ۽ براڊڪاسٽنگ منسٽري حڪومت هند‘، ’ساهتيه اڪادمي دهلي‘ ۽ ’سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد‘ جا اوارڊ شامل آهن.

جيٺي لالواڻيءَ جي ڇپيل ڪتابن جو ڪجهه تفصيل هن ريت آهي:

(1) ’ماضيءَ جا ڏنڌلا عڪس‘ (ڪهاڻيون: 1976ع)، (2) ’ويچار‘ (ادبي مضمون: 1976ع)، (3) ’فلم اسٽار‘ (فلم اسٽارن جا انٽرويو: 1977ع)، (4) ’تنهنجا غم منهنجا آهن‘ (هڪ فصلا ناٽڪ: 1980ع)، (5) ’ناٽڪ ۽ رنگ منچ ڪلا‘ (1981ع)، (6) ’پوسٽ مارٽم‘ (ڪهاڻيون: 1982ع)، (7) ’ادبي سرهاڻ‘ (ادبي مضمون: 1982ع)، (8) ’ماءُ‘ (صحت: 1982ع)، (9) ’ڪتنبي صحت‘ (1982ع)، (10) ’آڪاشي ياترا‘ (ٻاراڻو سائنس فڪشن: 1982ع)، (11) ’ناٽڪ ڪلا جو وڪاس‘ (سنڌي اسٽيج ناٽڪ جي ترقي: 1983ع)، (12) ’سنڌي ناٽيه درشن‘ (سنڌي ناٽڪ جي تاريخ: 1984ع)، (13) ’اوياريون لهواريون‘ (ريڊيو ناٽڪ: 1984ع)، (14) ’شاڌيرڪ تعليم - بدني سکيا‘ (ورزش: 1984ع)، (15) ’ٻنيءَ جو سنڌي لوڪ ادب‘ (1992ع)، (16) ’سنڌي پروليون‘ (لوڪ ادب: 1995ع)، (17) ’سنڌي لوڪ ناٽڪ‘ (1995ع)، (18) ’حادثو‘ (ريڊيو ناٽڪ: 1996ع)، (19) ’سنڌي فوڪ لور‘ (1998ع)، (20) ’ادبي ويچار‘ (تحقيقي مضمون: 1998ع)، (21) ’اسان جو ورثو‘ (لوڪ ادب: 2001ع)، (22) ’ٻنيءَ جا سنڌي لوڪ گيت‘ (2002ع)، (23) ’سنڌي لوڪ رنگ‘ (لوڪ ادب: 2004ع)، (24) ’ردي‘ (ڪهاڻيون 2006ع)، (25) ’آزاديءَ جو پروانو: شهيد هيمون ڪالاڻي‘ (2007ع)، (26) ’ڪتابي ڪيڙو‘ (ٻاراڻيون ڪهاڻيون: 2008ع)، (27) ’سنڌي ٻال رنگ منچ‘، (28) ’آخرين سنڌي‘ (هڪ فصلا ناٽڪ: 2009ع)، (29) ’مور نه وسران سنڌ‘ (سنڌ جو سفرنامو: 2010ع)، (30) ’ادبي غنچو‘ (مختلف سيمينارن ۾ پڙهيل مقالا: 2010ع)، (31) ’وطن جي صدقي‘ (مضمون)، (32) ’ادبي سرهاڻ‘ (مضمون). جيٺي لالواڻيءَ 6 ڪتاب گجراتيءَ ۾ ۽ 7 هنديءَ ۾ به لکيا آهن. اهڙيءَ طرح گجراتيءَ مان 10 سنڌيءَ ۾ ڪتاب ترجمو ڪيا اٿس.

**جيٺي سپاهيملاڻي:** سنڌ جي نامور سياسي ۽ سماجي اڳواڻ ڪُماري جيٺي سپاهيملاڻيءَ، 10 فبروري 1906ع تي حيدرآباد (سنڌ) جي سپاهيملاڻي خاندان ۾، تلسيداس سپاهيملاڻيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. جيڪو ملٽري سروس ۾ ليفٽيننٽ هو. هن ابتدائي تعليم حيدرآباد سنڌ ۾ حاصل ڪئي. 1920ع ۾ جڏهن سندس خاندان ڪراچيءَ لڏي ويو ته انڊين هاءِ اسڪول ڪراچيءَ مان مئٽرڪ پاس ڪري، ڊي. جي. سائنس ڪاليج مان بي. اي ڪيائين.

جيٺي سپاهيملاڻيءَ اسڪول توڙي ڪاليج جي شاگرد تحريڪ ۾ نمايان حصو ورتو. ابتدا کان وٺي ڪانگريس جي حامي رهي. ’کاڏيءَ جي تحريڪ‘ وقت ولائتي ڪپڙا ساڙي، کاڏي پائڻ شروع ڪيائين.

جڏهن سائمن ڪميشن هندستان ۾ آئي، ته جيٺي سپاهيملاڻيءَ شاگردن کان ڪارا جهنڊا ڪڍائي، ’سائمن گو بئڪ‘ جا نعرا هڻايا هئا. هن 1929ع ۾ تعليم ڇڏي ملڪ جي خدمت جي شروعات ڪئي. 1929ع ۾ لاهور آل انڊيا ڪانگريس اجلاس ۾ شرڪت ڪيائين. 31-1930ع ۾ ڪجھ وقت لاءِ جيل به وئي، وري 1932ع ۾ ڇهن مهينن لاءِ سابرمتي جيل ۾ وئي. 1942ع ۾ ’ڪُئٽ انڊيا‘ تحريڪ وقت ٻين ڪانگريسين سان گڏ ٻن سالن لاءِ سيڪيورٽي ائڪٽ هيٺ جيل ۾ وئي. ڏيڍ سال کن جيل ۾ رهڻ کان پوءِ بيمار ٿي پئي. سندس آزاديءَ جو سوال اسيمبليءَ ۾ اُٿاريو ويو. حڪومت مسلم ليگ وزارت جي هٿ ۾ هئي ۽ اُن وقت جي. ايم. سيد مسلم ليگ سنڌ جو صدر هو. جنهن جو خيال هو ته جيٺي سپاهيملاڻيءَ کي آزاد ڪرائجي. اُن لاءِ هو هوم منسٽر کي وٺي ساڪس جيل ۾ ملڻ ويو. هوم منسٽر چاهيو ٿي ته جيٺي سپاهيملاڻي ڪيس جيل مان آزاد ٿيڻ لاءِ درخواست ڪري، پر اها ڳالھ جيٺي سپاهيملاڻيءَ جي خودداريءَ جي خلاف هئي، اُن ڪري هن ڪيس جواب ڏنو ته: ”جي تون پائڻين ٿو ته آءٌ پنهنجي آزاديءَ لاءِ تو کي عرض ڪنديس يا ڪو يقين ڏياريندس ته اهڙي اُميد ڪنهن کي مُنهنجيءَ جُتيءَ مان به نه رکڻ گهرجي.“

هيو پيرو جڏهن جيٺي سپاهيملاڻيءَ جي ماءُ سخت بيمار ٿي پئي ۽ ڪيس پئرول تي ماءُ سان ملڻ لاءِ ڇڏيو ويو. تڏهن پئرول تي آزاديءَ دوران سندس ماءُ جي طبيعت وڌيڪ خراب ٿيندي وئي ۽ خود جيٺي پڻ بيمار ٿي پئي. اُن تي هڪ ڀيرو ٻيهر سندس پئرول جو مدو وڌايو ويو پر نه جيٺيءَ جي ماءُ جي طبيعت سُڌري ۽ نه خود جيٺيءَ جي. اُن حالت ۾ هاڻي ڪيس بنا شرط جي آزاد ڪرڻ جي ضرورت هئي، پر سنڌ جي وڏي وزير سر غلام حسين خيال ڏيکاريو ته هوءَ آزاد ٿي ڪنهن به حڪومت مخالف هلچل ۾ حصو نه وٺندي، اُن تي جيٺيءَ جيل وڃڻ ته قبول ڪيو پر ڪو به شرط لکي ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. نتيجي طور هوءَ جيل ۾ هئي ۽ پٺيان سندس ماءُ گذاري وئي.

ڪماري جيٺي سپاهيملاڻي، 29-1928ع ڌاري ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي يوٿ لاج جي پريزيڊنٽ رهي. 1930ع کان 1935ع تائين ڪراچي ميونسپل اسڪول بورڊ جي ميمبر رهي.

جيٺي سپاهيملاڻيءَ ڪراچيءَ جي عورتن جي تعليم لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. هوءَ آل انڊيا وومين ڪانفرنس سنڌ جي پريزيڊنٽ، ’ڪستور باءِ گانڌي ميموريل فنڊ‘ سنڌ جي پريزيڊنٽ ۽ نرسن ۽ مِڊوائفن جي ڪائونسل جي پڻ پريزيڊنٽ رهي. 1934ع ۾ ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جي چونڊن ۾ مردن جي مقابلي ۾ ڪاميابي حاصل ڪيائين.



جي. ايم. سيد، جيٺي سپاهيملاڻي ۽ پيرعلي محمد راشدي

سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاد ٿيڻ کان پوءِ جيٺي سپاهيملاڻي، سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊن ۾، جنرل ٽڪ مان، عورتن طرفان ڪانگريس جي ٽڪيٽ تي اسيمبليءَ ۾ چونڊجي آئي، جتي ڪيس ڪجھ وقت بعد 1938ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ڊپٽي اسپيڪر چونڊيو ويو. اهڙيءَ ريت هوءَ سنڌ اسيمبليءَ جي پهرين عورت ڊپٽي اسپيڪر بڻي ۽ اُن عهدي تي 6 سيپٽمبر 1946ع تائين رهي. جڏهن سنڌ اتحاد پارٽي ۽ ڪانگريس پارٽيءَ وارا گڏجي مخالفت ۾ وينا ته محترم جي. ايم. سيد ۽ هن گڏجي ڪم ڪيو. جڏهن الهه بخش سومري جي وزارت ڊلون وڌايون ته اتحاد پارٽي ۽ ڪانگريس پارٽيءَ جا الهه بخش وزارت سان اختلاف ٿي پيا ته جيٺي سپاهيملاڻيءَ الهه بخش سومري جو ساٿ ڏنو.

جيٺي سپاهيملاڻي، 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ به سنڌ ۾ رهي پئي هئي، پر 6 جنوري 1948ع تي ڪراچيءَ جي وڳوڙن کان پوءِ مجبوراً بمبئيءَ لڏي وئي، جتي 1952ع کان 1962ع تائين پهريائين بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل ۽ پوءِ مهاراشٽرا ڪائونسل جي ڊپٽي چيئرمئن رهي. 1958ع ۾ بمبئي ليجسليٽو طرفان انگلنڊ ۾ ڪامن ويلٿ پارليامينٽري ائسوسيئيشن جي اجلاس ۾ شرڪت ڪيائين. بمبئيءَ جي ’نوجيون ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽي‘ جي چيئرمئن به رهي ۽ سنڌين جون هائوسنگ سوسائٽيون قائم ڪيائين. هند ۾ سنڌين جي وسائڻ لاءِ وڏي خدمت ڪيائين.

هن قومي خدمتگار بمبئيءَ ۾ وفات ڪئي.

**چيڙا:** هي هندن جي هڪ نک آهي. هن نک وارا سنڌ جي ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آباد آهن. پرين جا 'ٽوٽائي' ڳوٺ ڪاهي قاسم، تعلقي نوشهري فيروز جا 'جيناڻي' ۽ نارو شاهه جا گيانچندائي به هن نک منجهان آهن. جڏهن ته موري، سڪرنڊ، حيدرآباد، ميرپورخاص، بوبڪ، لاڙڪاڻي ۽ ڪجهه ٻين هنڌن تي هن نک وارا ٽڙيل پکڙيل آهن. هن نک وارا ديويءَ جا پوڄاري آهن، جنهنڪري نوراتن ۾ مڇي ۽ گوشت کو نه واپرائيندا آهن، پر ٿوم ۽ بصر کائڻ به منع اٿن. اڳي منجهن ڪو وهاءُ ٿيندو هو ته وهاءُ کان اڳ سومر جي ڏينهن تي ديويءَ جي واس ڪندا هئا. جنهن ۾ ٻڪر جو جهاٽڪو ڪيو ويندو هو پر هاڻي جهاٽڪي وارو رواج بند ڪري ڇڏيو اٿن. وهاءُ جي موقعي تي به سائي پاڄي ۽ چٽا رڌين. جڏهن ته هن نک وارن مان ڪيترائي ويدنات جي مڙهيءَ جا پوڄاري آهن. ويرنات خيرپور ناٿن شاهه کان ڏيڍ ميل ڪن پري تعلقي ڪڪڙ ۾ آهي، جنهن ۾ ويرنات سواميءَ جي سماڌ آهي. انهيءَ آستان جي اڪثر چيڙا نک وارا ئي پوڄا ڪندا آهن.

**جيون:** جيون (واحد جئي)، جوئڻ جو هڪ قسم آهي، جئي، اصل ۾ سنهڙي جوڻ يا ليک کي چيو ويندو آهي، جيڪي ماٿهءَ جي مٿي جي وارن ۾ ٿينديون آهن. جيون مٿي جو رت پيئنديون آهن. اهڙو اظهار سنڌ جي سرتاج شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ، سُر مارئيءَ ۾، مارئيءَ جي واتان ڇورايو آهي:

مون سين ماروئڙيون، کهڙي ريت رُسنديون،
چوٽيءَ ۾ چيڙهه پيس پيئُن رت جيون،
نيٽُن نند وهُ ٿئي، ساري ساڏوهيون،
هتي جي هيون، ته سُڌ پين سيل جي.



# جهہ

**جهاپا ۽ جهُوڙا:** هي ٻن لفظن: جهاپا + جهوڙا تي مشتمل اصطلاح آهي. جهاپا، اُٺن جي سينگار جي سامگري آهن. جهاپن ۾ ننڍڙيون ٽليون مڙهيل هونديون آهن. جيڪي لُڏڻ سان هلڪا سُريلا واڄا ڪنديون آهن. جُهوڙا ملس،



جهاپا ۽ جهوڙا

پشم، ڏاس يا سُٽ مان ڪاريگريءَ سان ڳتيل ٽوئرن سان ٺهيل ٿلها ڳانا ٺهندا آهن. جيڪي اڪثر اُٺن جي ڳچين ۾ سينگار لاءِ وڌا ويندا آهن. شاهه لطيف پڻ پنهنجي ڪلام ۾ جهاپن ۽ جهوڙن جو ذڪر هن ريت آندو آهي:

ڳاڙها ۽ ڳُوڙها، سَجَڻ ڏاکَ ڇُڳَن جيئَن،
مُڪائُون مَحَبتَ جا، جهاپا ۽ جُهوڙا،
سَجُ ڪِ سَنُيوڙا، سَجَڻَ اَڄن سامُهَان.

*(بلوچ: سُر بروو، داستان ٽيون، بيت نمبر 3)*

**جهاٻرو** (ديهہ): تعلقي پني عاقل جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ 'رحيم ڏنو مهر' نالي سان هڪ ڳوٺ آباد آهي.

**جهار:** جهار انهن پکين کي چئبو آهي، جيڪي پوک پچڻ جي مند ۾ اچي داڻيدار سنگن تي ويهندا آهن ۽ ڪچڙو اَنُ چڳندا آهن. جهار ۾ جهرڪيون،



طوطا، ٻوڙيون، وهيا، ڪانوَ ڪٻرون ۽ ٻيا پکي شامل هوندا آهن. جيڪڏهن جهار نہ هڪلبي تہ پوک جو اَنُ ڪاڇي ويندو. جهار هڪلڻ لاءِ ڪانياٽي ۽ ٺاٺ ڪم آڻيندا آهن. جتي پکي سنگن تي ويهندا آهن، اتي ڪانياٽيءَ مان مٽيءَ جا گليلا اُڇلي، پکين کي ڀڄائبو آهي، جڏهن تہ جهار گهٽي هڻڻ جي صورت ۾ ٺاٺ سان وڏا ٺڪاءَ بہ ڪبا آهن، جنهن ڪري جهار اُڏامي ويندي آهي.

ٻيجاري يا ڪورڙ پوک جي بہ جهار هڪلبي آهي تہ جيئن پکي ڇٽيل ٻج چُڳي ۽ سلا پٽي نہ وڃن. جهار هڪلڻ لاءِ پوک ۾ پيهو ٺاهبو آهي، جنهن تي ويهي جهار هڪلبي آهي. (وڌيڪ ڏسو: پيهو جلد ٽيون).

**جهاڙ** (Exorcism): جهاڙ ڦوڪ، هڪ اهڙو عمل آهي، جنهن ذريعي عامل، ڀوپا، ڪي چند مولوي، پادري يا پنڊت، وهم پرست ماڻهن کي ڀوتن ۽ جنن وغيره کان بچائڻ جو ڏيک ڪندا آهن.

قديم معاشرن ۾ هيءُ رواج عام هو ۽ ان جو بنياد جادوءَ تي هو. قديم بابلي تهذيب ۾ شيطان کي مارڻ لاءِ مٽيءَ يا ميڻ جي مورتي ٺاهي ٽوڙي ويندي هئي. قديم مصرين ۽ يونانين وٽ بہ اهڙي ئي قسم جون رسمون هيون. دنيا جي مختلف حصن ۾ مذهبن جي پوئلڳن جهاڙ ڦوڪ جو رواج قائم رکيو آهي. مذهبي ڪتابن ۾ بہ جهاڙ ڦوڪ جو ذڪر ملي ٿو.

سنڌ جي ڀهراڙين، خاص ڪري ٿر ۽ راجستان جي علائقن ۾ هي رواج عام آهي، جنهن موجب جهاڙ جا پاڙها، جهاڙ پڙهڻ سان گڏ بيمار ماڻهوءَ کي سُور واري جاءِ تي هٿ ڦيرائيندا ويندا آهن، ان سان نفسياتي طرح بيمار محسوس ڪندو آهي تہ سندس سُور گهٽجي پيو. سنڌ ۾، خاص ڪري ٿر



هڪ ڀوپو جهاڙ پڙهندي

۾ نانگ بلائن، ۽ وڇونءَ جي ڏنگ تي بہ جهاڙ پڙهبي آهي.

**جهاڙولا:** جهاڙولا، چمڙ جا وڏا بوٽ ٿيندا آهن، جيڪي ٿري مالوند ماڻهو، رات جو مال ڪاهڻ وقت نانگ بلائن کان بچاءَ لاءِ پائيندا آهن. هي بوٽ پيرن کان گوڏن تائين ڊگها ٿيندا آهن. جهاڙولن جو ذڪر مومل راڻي جي داستان ۾ هڪ لوڪ گيت هن طرح ملي ٿو.

لونگي لال لگن ۾ پهريائين پٽ تان
پاتائين 'پانڌي' ڇئي جهاڙولا جهٽ تان
مومل رايو روح ۾ آهي ڪو اسان ڏان،
پاڻ هليو پٽ تان ٻانهي هلي مَهند ۾!

*(حوالو: مول راڻو (لوڪ ادب) ڇاپو ٻهريون، 1975، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو ص 16)*

**جهاڪو** (ديهہ): تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديهہ جو نالو.

**جهاڳورا** (ذات): جهاڳورا ذات جا ماڻهو ٿر جي ڳوٺ جهاڳري ۾ رهن ٿا. هي اصل ۾ جاگا راجپوتن جي نسل مان آهن، جيڪي اڳتي هلي مسلمان ٿيا.

**جهال:** پاڻي هارڻ لاءِ کوهہ وٽ ٺهيل ڊِڪيءَ کي جهال چئبو آهي. ٻوڪي ذريعي پاڻي جهال ۾ وجهبو آهي. جيڪو لاهيءَ ۾ ٺهيل پڪي حوض يا ڪُنڍ ۾ پوندو ۽ مال پيئندو آهي. جهال کوهن کانسواءِ تلائن ۽ برسات جي

پاٽي کي گڏ ڪرڻ لاءِ ٿاهيل ٽانڪين تي ٻه ڍڪيل هوندا آهن ته جيئن ڪوهه، ٽانڪي يا تلاءُ مان ڪڍيل پاڻي هٽ، منهن يا ڪپڙن ڌوئڻ کان پوءِ ضايع نه ٿئي پر مال جي پيئڻ لاءِ ڪم اچي سگهي.

**جهالاڪائي** (ذات): هن ذات وارا پاڻ کي راجا ڪاڪ جو اولاد سڏائين ٿا. راجا ڪاڪ، ڪاٺياواڙ ۾ رهندو هو. روايتن موجب سومناٿ جو مندر به ڪائي راجپوتن تعمير ڪرايو هو. سندن شجرو هيٺينءَ ريت ملي ٿو: سديودن (Suddhodana) جي ڇهين پشت ۾ راجا اڪشواڪو (Ikshvaku) ٿيو. ان کي به پٽ ڪوڪش (Kukshi) ۽ وڪوڪش (Vikukshi) نالي ٿيا. وڪوڪش (Vikukshi) جي اولاد مان رامچندر ٿيو. جڏهن ته ٻئي پٽ جي اولاد مان ميٿل ٿيو جنهن ميٿلاپور جو بنياد وڌو. راجا ميٿل جي ڇهين پيڙهيءَ مان راجا ڪائي ٿيو. راجا ڪائيءَ جي اولاد مان راجا جنڪ ٿيو جنهن جي ڌيءَ سيتا ديوي هئي. راجا ڪائيءَ جي پوٽي جو نالو اروپت هو جنهن جا ٻه پٽ هڪ سودرت ۽ ٻيو جهالا هو. راجا سودرت جو اولاد بدستور ڪائي سڏرائيندو رهيو. جڏهن ته جهالا پنهنجي الڳ راڄڌاني قائم ڪئي ۽ ان جو اولاد پاڻ کي 'جهالاڪائي' سڏائڻ لڳو. ڪائي هڪ پراڻو قبيلو آهي. راجا جهالا جي اولاد مان راجا پاؤ ٿيو. جنهن جو پٽ ماڌو، ڪاٺياواڙ مان رياست ڪوٽ هليو ويو ۽ رياست ڪوٽ جي راجا پيم جي پٽ راجا هيم سان پنهنجي ڌيءَ جي شادي ڪرايائين. ان رشتي ڪانپوءِ ڪوٽ جي راجا ماڌوءَ کي سپهه سالار مقرر ڪيو ويو. ڪجهه عرصي ڪانپوءِ ماڌوءَ جي اولاد مان هڪ شهزادي، ڪجهه علائقي تي قبضو ڪري جهالاواڙ نالي رياست جو بنياد وڌو. اتي 'جهالا پٽڻ' نالي هڪ شهر به آباد ڪيائين. ڪوٽ جي راجا جي موت کان پوءِ ڪيس پُٽ جو اولاد نه هئڻ ڪري سڄو علائقو سندس قبضي ۾ اچي ويو. برصغير جي ورهاڱي تائين ڪوٽ ۽ جهالاواڙ رياستن تي 'جهالاڪائين' جي حڪومت هئي. هنن مان شهزادي ڪيم سنگهه جي شادي ميواڙ جي راڻي پرتاب سنگهه جي ڌيءَ سان ٿي هئي. موجوده 'ڪيم ڪرن' جو شهر راجا ڪيم جو وسايل آهي.

- سنڌ ۾ اڄ به ڪائي ۽ ڪاٺيا ذات جا ماڻهو دادو ضلعي ۾ رهن ٿا ۽ اڪثر مسلمان آهن. تعلقي ميهڙ جو حبيب الله ڪائيو مشهور قومي ڪارڪن ٿي گذريو آهي. ڪائي ذات جا ماڻهو پنجاب ۾ به رهن ٿا. عبدالمجيد ڪائيا، وفاقي وزير تعليم به ٿي رهيو آهي.

**جهالَرَ** (زيور): جهالر سنڌ جي عورتن جو هڪ مقبول ۽ سونهندڙ ڳهه آهي، جيڪو ننڍڙين گول گهنگهرين سان جڙيل هوندو آهي. هي ڳهه ڳچيءَ ۾ پائبو آهي ته ڳچيءَ سان لڳي بيهندو آهي، ان جو پٽو ٻن کان چئن انچن تائين ويڪرو ٿيندو آهي. موتين جي سَرُن مان ٽانڪيل پانڪَ، يا ٽوئرن جي قطار، جيڪا ڪنهن



ڪپڙي وغيره جي ڪنارين تي هٽبي آهي. ان کي 'جهالر' چئبو آهي. جهالر (ڳهه) چاندي، سون ۽ پتل وغيره مان به ٺاهيو ويندو آهي.

**جهالريو** [1] (زيور): جهالريو ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ زيور ٿيندو آهي، جيڪو سون مان ٺهندو آهي. جهالريو ڪن جي مٿين حصي ۾ پائبو آهي ۽ ان سان سڄو ڪن ڍڪجي ويندو آهي. وزن ۾ ڳرو هجڻ ڪري، ان جو استعمال هاڻي گهٽجي ويو آهي.

**جهالريو** [2]: جهالريو هڪ ٿري لوڪ گيت آهي، جيڪو ٿر ۾ خاص ڏڻن تي عورتون گڏجي ڳائينديون آهن. هي لوڪ گيت 'جهالريو' زيور تي ٺهيل آهي جنهن ۾ پيڻ پاران پنهنجي پاءُ جو اوسيئڙو ڪرڻ جو موضوع سمايل هوندو آهي. جهالريي جا ٻول هن ريت آهن:

ڪيڙيئي ري ڪيتر ۾ ٻور،
هون تان گهڙائيس هيل،
ملوڪ جهالريو!

[پوڪيل ٻنيءَ ۾ ٻور ٿيو آهي، آءٌ هن سال تنهنجي لاءِ سُنو جهالريو گهڙائينديس]

ڪيهو ويرو آيو ٻيهنل! سيمڙيي،
او تان سيم ڪريو سٽگهار،
ملوڪ جهالريو!

[اديون، هي ڪهڙو ڀاءُ سيم (چراگاهه) ۾ آيو آهي، جو سيم سينگار ڪيو آهي]

ڪيهو ويرو آيو ٻيهنل! ريل ۾،
او تان کوهه پريا ڪنڌ ڪير،
ملوڪ جهالريو!

[اديون هي ڪهڙو ڀاءُ ريلَ (گهرن ۽ کوهن جي وچ واري ميدان) ۾ آيو آهي جو کوهه ڪير ۽ ڪنڌ سان پرجي ويا آهن.]

ڪيهو ويرو آيو ٻيهنل! کوهه تي،
او تان لاج مري پٽهيارَ!
ملوڪ جهالريو!

[ڀيڻ! هي ڪهڙو ڀاءُ کوهه تي آيو آهي جو پٽهياريون شرمائي رهيون آهن!]

ڪاهي ري پاٽهياري، تون لاج مري؟
هون تان وڇلي پٽهيار رو وِيرا!
ملوڪ جهالريو!

[پاٽهياري! تون شرمائين ڇو ٿي؟ آءٌ ته وچينءَ پاٽهياريءَ جو ڀاءُ آهيان.]

ڪيهو ويرو آيو ٻيهنل! جهانپئي؟
او تان رڙڪي ٻوري مينس.
ملوڪ جهالريو.

[ڀيڻ! هي ڪهڙو ڀاءُ در وٽ آيو آهي، جو ٻوري مينهن رڙي رهي آهي؟]

ڪاهي ري ٻوري مينس! رڙڪين؟
هون تان ڏوجهارڻ رو ويرا!
ملوڪ جهالريو.

[اي ٻوري مينهن! تون ڇو ٿي رڙين، آءٌ ته ڏوجهارڻ (ڪير ڏهندڙ) جو ڀاءُ آهيان.]

ڪيهو ويرو آيو ٻيهنل! آنگٽيي،
او تان چنديا عطر گلاب،
ملوڪ جهالريو!

[هي ڪهڙو ڀاءُ اڱڻ تي آيو آهي، جو عطر، گلاب ڇٽڪارجي ويا آهن.]

**جهالڪو** (ديهه) : تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ ڪو بہ ڳوٺ شامل نہ آهي.

**جهالو** (ديهہ) : تعلقي ڪنڊڪوٽ جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

امام بخش نندواڻي. فضل محمد. ٻانهو خان. عبداللطيف ڪوسو مولا بخش نندواڻي. ڪندو نندواڻي. عبدالله ڪوسو ۽ محمد خان ڪوسو.

**جهالو جي** (ديهہ) : تعلقي خيرپور جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ ڪمن ۽ لعل بخش ٽڳڙ نالي ڳوٺ شامل آهن.

**جهامرو** (بيماري) : هيءَ ٻڪريءَ جي بيماري آهي. شروعات ۾ هٽ جي ڪنهن ننهن تي ٿرٿيندي آهي. هٽ جو آڱوٺو يا ڪنهن آڱر جو ننهن سُور ۽ سوڄ ڪندو آهي. جنهن مان گند ۽ پونءِ وهڻ ڪري انهيءَ جاءِ تي جهامرو ٿي پوندو آهي. جهامري سبب هٽ جو آڱوٺو يا آڱر ڪڙهندي رهندي آهي ۽ سخت سور ٿيندو آهي. ڦٽ کي اگهاڙي ڇڏڻ سان مريض سور سهي نہ سگهندو آهي. جهامري سبب هٽ ۽ ڪرائيءَ تي سوڄ بہ ٿيندي آهي.

**جهامناڻي** (ذات) : جهامناڻي، هندن جو هڪ پاڙو آهي. مشهور شاعر پرسرام 'ضياء' بہ جهامناڻين مان هو. سندن هڪ نک 'ڇيتيا' آهي.

**جهامنداس پاٽيا** : (ڏسو: پاٽيا، جهامنداس، جلد ڇهون).

**جهامنداس 'عاشق'** : سنڌ جي ناميari شاعر جهامنداس ولد جيٺنڊ مل 'طالب' جو جنم، 15 مئي 1924ع تي شڪارپور ۾ ٿيو شاعريءَ ۾ 'عاشق' تخلص اختيار ڪندو هو سندس وڏا، ڪمڻ ڪان لڏي اچي شڪارپور ۾ رهيا. جهامنداس پرائمريءَ کان سنڌي فائنل تائين تعليم شڪارپور مان ورتي. فائنل ڪرڻ کانپوءِ اناج منڊيءَ ۾ هڪ واپاري ڪوٺي قائم ڪيائين. هن شاعريءَ جي شروعات سلطان ڪوٽ جي مشهور شاعرن آغا نادر خان ۽ آغا گل حسن 'گل' جي صحبت ۾ ڪئي. ڪيس صحافت سان بہ دلچسپي هئي. ڪجهہ اخبارون شايع ڪيائين ۽ 'شڪارپور پريس ڪلب' جي عهدن تي بہ فائز رهيو هن 1962ع ۾ اميربخش 'امير' قريشيءَ ۽ خير محمد طيبانيءَ جي سهڪار سان 'بزم ادب شڪارپور' جو بنياد وڌو. جهامنداس 'عاشق'، 'بزم سچل سرمست' جو باني ميمبر ۽ سيڪريٽري بہ رهيو "صوفي ڪلب شڪارپور" جو سرگرم ميمبر هو هن 9 جنوري 2001ع تي وفات ڪئي.

**جهانجهر** : جهانجهہ پيرن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ آهي. جنهن کي 'پازيب' بہ چوندا آهن. جهانجهر خاص ڪري وهانءَ جي ڳهن ۾ ڪنوار لاءِ لازمي سمجهي ويندي آهي. جهانجهر ميناڪاريءَ واري بہ ٿيندي آهي تہ ٺپي واري بہ ٺهندي آهي. ناچ وقت پيرن ۾ پاتل گهنگهرن واري پٽي يا جهانجهر کي "ڇير" بہ چوندا



آهن. جهانجهر جي پٽي ننڍڙن گهنگهرن سان جهنجهيل هوندي آهي. جڏهن تہ ناچ واري ڇير ۾ وڏن گهنگهرن واري وڏي پٽي ٿيندي آهي.

شيخ اياز بہ جهانجهر کي شاعريءَ ۾ ڪم آندو آهي:

جهوپڙيءَ ٻاهران رات جهانجهر وڳي،
پير ڪنهن جا هئا، ڪير مون کان ڀڳي؟

**جهانجهٽيجا** (ذات) : سمائن جي هڪ ذات. انهن مان اڪثر حيدرآباد ضلعي جي هوسڙي شهر جي آسپاس آباد آهن.

**جهانجهي** (ديهہ) : تعلقي ساماري جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

حاجي رحمت الله. ڪرپال داس. مير محمد کپري ۽ اڪبر کپري.

**جهانگار** (ذات) : جهانگار هڪ ذات جو نالو آهي. شيخ صادق علي انصاريءَ پنهنجي انگريزي ڪتاب: The Musalaman Races found in Sindh, Balochistan & Afghanistan ۾ 'جهانگار' ذات کي "هري پوٽڙا" پاڙي مان ڄاڻايو آهي. جهانگار ذات جا ماڻهو سيوهڻ تعلقي جي جهانگارا ڳوٺ ۾ اڄ بہ آباد آهن.

**جهانگارا** (ديهہ) : ضلعي ڄامشوري جي تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ميهر خاصخيلي. عبدالله بلوچ. ڇتل خان برهماڻي. گهرام خان. ٻُڏي ۽ غلام بولڪ.

**جهانگارا**[1] : جهانگارا تعلقي سيوهڻ ۾ هڪ يونين ڪائونسل، ٽپو ۽ ڳوٺ آهي. جنهن جي آبادي 20 هزارن جي لڳ ڀڳ ٿيندي. جهانگارن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ ان کي 'جهانگار' ذات جي ماڻهن آباد ڪيو هو سنڌ تي عربن جي ڪاهہ وقت جهانگارا سيوهڻ سرڪار جو پرڳڻو هو ۽ محمد بن قاسم هن شهر/ ڳوٺ وٽان لنگهي منڇر ڍنڍ پار ڪئي هئي. هڪ ٻي روايت مير علي شير قانع ڪتاب 'تحفة الڪرام' ۾ لکي آهي تہ: "ڄام ڇينو خان پائرن جي نفاق کان مجبور ٿي، جڏهن پنهنجن سائين سان گڏجي ڪنياڻ پهتو تہ هو اڊيجا قبيلي سان رهڻ لڳو ۽ پاڻ کي مضبوط ڪندو رهيو ملتان کان واپس موٽڻ بعد ڇيني خان سيوستان (سيوهڻ) کان 6 ڪلو ميٽر پري، اولهہ طرف هڪ مناسب هنڌ تي نئون شهر ٻڌايو. جنهن تي باجارا نالو رکيائين". ماضيءَ ۾ سيوهڻ پرڳڻي ۾ جهانگارا. نئينگ. شاهہ حسڻ. ٻنڏڙي. باجارا. ٽيڙهي ۽ منڇر ڍنڍ وارا علائقا اچي ويا ٿي.

**جهانگارا**[2] (ماڳ) : هي ماڳ ٺٽيءَ کان ڏکڻ طرف. سيوهڻ - جوهي رستي سان. پير آري ڳوٺ کان اولهہ ڪراچي ويندڙ رستي جي ڪناري تي



جهانگارا دڙو

موجود آهي، جنهن کي مقامي ماڻهو ’ڪوٽڙي‘ بہ چون. جهانگارا دڙو ايراضيءَ ۾ 375 x 700 فٽ آهي، جنهن جي اوچائي 17 فوٽ ٿيندي، جيڪو اتر کان ڏکڻ ڏانهن وڌيل آهي.



هي نقشو اين جي مجمدار جي ڪتاب ۾ آهي

هن جاءِ تي قديم آثارن جي مشهور ماهر اين. جي. مجمدار بہ کامان (Strenches) کوٽايا هئا. هڪ دڙي جي اتر پاسي ۽ ٻيو ڏکڻ پاسي، ٻنهي کامن مان ڪيس ڪاري رنگ ۽ ڪوڪيءَ اُڪر سان سينگاريل ٿانو مليا هئا. ٺوري ڪيس هتان مختلف ڇٽن واريون ٺوريون ٺڪريون بہ مليون هيون. هتان ملندڙ ٿانون کي مدراس صوبي جي بئنگلور علائقي پرسان هتنهالي (Huttanhalli) ماڳ تان مليل چمڪندڙ ٿانون سان ڀيٽي سگهجي ٿو سنڌ اندر ڪاري رنگ جا ٿانو نہ هئڻ جي برابر مليا آهن. هنن ٿانون تي گول چلن جي قطار، ٽڪنڊا، چوڪنڊا، لهنواريون ليڪون، ايپي ڇٽسالي، بيگهڙ تي مانڊائيون وغيره ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. هتان ٿِن ۽ ڪنارن وارن ٿانون جا ٽڪرا بہ مليا آهن. هتان مليل هڪ ٿانءَ جي اوچائي 16.5 انچ هئي، جنهن جي ڳچيءَ جي چوڌاري گول دائرن جي اُڪرءِ هيٺيان ٻي پٽيءَ ۾ ڪُرڪيون ڇٽيل هيون. ان قسم جا ٿانو ڏاتو پاهڻي اوائلي دور سان واسطو رکندڙ آهن. ساڳئي وقت اهي ٿانوَ سنڌو سيپتا جي پوئين دور جهڪر ۽ لوهم جي دڙي جي ٿانون جا همعصر آهن. جهانگارا دڙي مان ڇٽ واريون ٺڪريون تمام ٿوريون مليون آهن. ٿانون جو رنگ ڳاڙهو آهي، جن تي هلڪي پوري يا هلڪي گلابي تَرمٽان ميٽائين رنگ جي ڇٽسالي ٿيل آهي. هتان ٽامي جي آر، ڇيٽي، تيرجا پاساڙا، مٽيءَ جون پڪل ٽِڪيون، جانورن جون مورتيون، ٺڪرجون چوڙيون وغيره بہ مليون آهن. جنهنڪري هن ماڳ کي مجمدار چواٽي ٽامي جي دور جو ماڳ چئي سگهجي ٿو جهانگارن مان مليل شين کي ڏسندي چئي سگهجي ٿو تہ ان وقت هنر جي پختگي نہ هئي جيڪا پٿرجي گهاڙ ۾ بيدولائي ۽ ٺڪرجي ٿانو تي ڇٽساليءَ جي اڻجاڻائي مان معلوم ٿئي ٿي. هتان جيڪو ڪارو ٿانءُ مليو آهي، ان تي ڪوڪي طرز جي ڇٽسالي آهي، جيڪو نمونو سولو ۽ سستو آهي. اهڙي اُڪر تڏهن ڪبي آهي، جڏهن ٿانءُ آلو هوندو آهي. عراق ۽ ڪُش مان لڌل ٿانوَ بہ سادا ۽ ڇٽساليءَ ڪانسواءِ آهن. پر مٽن ڪوڪي اڪر ٿيل آهي.

**جهانگاري** (ذات): هيءَ ميرحتن جي ذات جو هڪ پاڙو آهي، ڪن جاين تي ڪين ساهيوال بہ چون ٿا.

**جهانگڙِي**: تعلقي سيوهڻ ضلعي جامشوري جي هڪ نئن، جيڪا جهانگارن جي اولهہ کان وهندي وڃي منڇر ڍنڍ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. هيءَ نئن پٽ جبل جي پاسي کان وهندي آهي، جنهن جي وهڪري جو رُخ ڏکڻ کان اُتر طرف هوندو آهي.

**جهانگرو** (ديهہ): تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾: ڳوٺ ٻرڙو، خرم خان جاگيراڻي، صوفن خان ٻرڙو، فاطمہ فارم ۽ جمن ميتلو ڳوٺ آباد آهن.

**جهانگڙا** (ذات): هن ذات وارن ماڻهن جي اڪثر آبادي تعلقي روهڙيءَ ۾ رهي ٿي.

**جهانگِي** (ذات): جهانگي عام طرح جهنگ ۾ رهندڙ مارو ماڻهن کي چوندا آهن. جيڪي اڪثر ڌَٽ تي گذران ڪندا آهن ۽ هن وقت هڪ ذات جي حيثيت اختيار ڪري ويا آهن. ڪلاسيڪي، لوڪ ۽ جديد شاعريءَ ۾ ”جهانگي“ ۽ ”جهانگيئڙا“ لفظ مارو ماڻهن جي معنيٰ ۾ ڪم ايندا آهن.

مرڪ نہ منهنجو ماڙيون، اسين لوئڙياريون لال،
اسين جهانگي جهنگ جا، مارو چاريون مال،
جتي ڪٿي جهوپڙا، جهانگيئڙن جا جال،
ڪڏ عمرڪوٽ مان، ڪري پلائي پال،
چئي شير محمد شال، موٽي ملان مارئين!

*(حوالو: ڪتاب ’عمر مارئي‘: ڊاڪٽر بلوچ، ص 20، سنڌي ادبي بورڊ جامشورو)*

**جهانگياڻي** (پاڙو): جهانگياڻي، چانڊين ۽ ڇَنن جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. جاتي، ضلعي ٺٽي ۾ ملاحن جي هڪڙي پاڙي جو نالو بہ ”جهانگياڻي“ آهي، اروڙ وَنسي هندن جي هڪ آکہ جو نالو بہ ’جهانگياڻي‘ آهي.

**جهانگياڻي، سنتداس**: نامور محقق ۽ ليکڪ. سنتداس جهانگياڻيءَ، حيدرآباد، سنڌ ۾، 20 جولاءِ 1929ع تي جنم ورتو سندس والد جو نالو منگهارام جهانگياڻي هو هن بي. اي آنرس (ممبئي)، ايم. اي (پنجاب) ۽ صحافت ۾ ڊپلوما (ڀارتيہ وديا ڀون) مان ڪرڻ کان سواءِ دهلي يونيورسٽيءَ مان ”Shah Abdul Latif and His Times“ عنوان تي پي. ايچ. ڊي ڪئي. سنتداس جهانگياڻي، ڊاڪٽر هرو مل سدارنگاڻي ’خادم‘ جو ويجهو عزيز هو ۽ نئين دهليءَ ۾، هڪ ئي گهر جي ٻن پاڱن ۾ گڏجي رهندا هئا. سنتداس ڪيترا تحقيقي مقالا، مضمون ۽ ڪهاڻيون لکيون، جيڪي هند، سنڌ جي نامور رسالن: مهراڻ، نئين زندگي، هند واسي، رم جهم، گل ڦل ۽ سنڌوءَ ۾ شايع ٿيا. سنتداس جهانگياڻيءَ جي ڇپيل ڪتابن ۾ هيٺيان شامل آهن:

ادب جي راهہ ۾ (چونڊ تحريرون: 1958ع)، (2) هل پنهل (مضمون: 1967ع)، (3) پاپ جي مايا (ڪهاڻيون ۽ ادب لطيف: 1968ع)، (4) تن سپون سوجهي ڪڍيون (شاهہ لطيف تي تحقيقي مضمون: 1985ع)، (5) Shah Abdul Latif and His Times (1986).

سنتداس جهانگياڻي، ديش بنڌو ڪاليج دهليءَ ۾ سنڌي شعبي جو سربراهہ، وائيس پرنسپال ۽ پرنسپال بہ رهيو آهي.

**جهانگي واهہ** (ديهہ): تعلقي ٺل جي هڪ ديهہ، جنهن ۾: محبوب چنو، جمعو چنو ٽرڙي ٺهليو مل، ملهار چنو محمد يوسف چنو ۽ جاڳڻ چنو ڳوٺ آباد آهن.

**جهانور** (ديهہ): تعلقي اُباوڙي جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ قاسم ڪنير نالي هڪ ڳوٺ آهي.

**جھُبي جو پرت**: جھُبي جو پرت، سرمي، ستار، گوٽي، ڏوري، مکي وغيره سان پريو ويندو آهي. هن پرت ۾ چولي/ ڪنجري تي وَلِ، هانهن تي ننڍا ننڍا گل، ڇاتيءَ تي وڏا گل، انبڙي، انبڙيءَ جي مٿان وري وريل ڏانديون ۽ پن پريا ويندا آهن. ڪنجري تي هي پرت پرڻ ڪانپوءِ سهڻو لڳندو آهي. ٿر توڙي لاڙ ۾ جھُبي پائڻ جو گھڻو رواج آهي. جھُبو، ڪنجري جو هڪ قسم آهي.



**جَھبيرَ (ذات)**: سنڌ ۾ رهندڙ مهاڻن جي هڪ ذات، جن جون وسنديون ملتان تائين موجود آهن، هي مهاڻا 'جام' يا 'جاموٽ' سڏائيندا آهن. پنجاب ۾ جهبيرن کي 'سنڌي نسل' ڄاڻايو وڃي ٿو جيڪي اُتي به سنڌي ٻولي ڳالهائيندا آهن. مسٽر ولسن 'جهبيرن' کي 'جهبل' سڏيو آهي ۽ لکيو آهي ته هن قبيلي وارا ملاح ترڻ ۾ مهارت رکن ٿا. هي سنڌ جو قديم قبيلو آهن، جيڪي سنڌ مان لڏي پنجاب ويا ۽ سندن ٻولي خالص سنڌي آهي. هي سنڌو درياهه ۽ پنجاب جي ندين جي ڪنارن تي رهن ٿا.

**جهبيري**: تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بچو خاصخيلي، يامين خاصخيلي، عبدالله نظاماڻي، بخشو نظاماڻي، ڪمال چانديو حاجي خاصخيلي ۽ محمد بخش نظاماڻي.

**جهتيال (ذات)**: سنڌ جي هڪ ذات جيڪي پاڻ کي سما پيٽي چون ٿا. پيٽي ۽ جهتيال سرائيڪي ٻولي ڳالهائيندا آهن. جهتيال، جت اوڙڪ ۾ اچن ٿا، جڏهن ته پنجاب جي ضلعي جهنگ کان آيل جهتيال، پاڻ کي سيالن ۾ شمار ڪن ٿا. مشهور اديب ڊاڪٽر قربان جهتيال به هن ذات مان آهي.

**جهتيال ڍنڍ**: دادو ضلعي جي تعلقي ميهڙ ۾ واقع هيءَ ڍنڍ ڳوٺ الهه بخش جهتيال پرسان موجود آهي. هيءَ ڍنڍ فشريز کاتي جي حوالي آهي ۽ ان جي هر سال نيلامي ٿيندي آهي. هتي مڇيءَ ۽ پکيءَ جو شڪار جام ٿيندو آهي.

**جهٽ پٽ**: جهٽ پٽ شهر، جيڪب آباد کان ڇهن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي سنڌ - بلوچستان سرحد تي واقع آهي، هن نالي سان اتي ريلوي اسٽيشن پڻ آهي.

جهٽ پٽ جعفرآباد ضلعي جي سب ڊويزن آهي. هن نالي سان پٽ فيڊر مان شاخ به نڪري ٿي، جيڪا 18ميل کن ڊگهي آهي ۽ پٽ فيڊر کان اوير طرف جهٽ پٽ شهر پرسان وڃي ختم ٿئي ٿي. جهٽ پٽ شاخ جيڪب آباد کان ڪوئيٽا ويندڙ رستي کان ٽي ميل پري ڏکڻ طرف آهي. هن شاخ جي آر. ڊي- 60 لڳ آثار قديمه جو مشهور ماڳ 'جهڏير جو دڙو' واقع آهي. هن شاخ جي آر. ڊي- 18 مان وري هڪ ٻي شاخ محبت پور نڪري ٿي، جنهن جي ڊيگهه 16 ميل آهي ۽ روجهاڻ جمالي ڳوٺ جي پرسان وڃي ختم ٿئي ٿي. 2010ع واري وڏيءَ ٻوڏ ۾ صحبت پور ۽ ديري الهيار سميت جهٽ پٽ کي به ڪافي نقصان رسيو هو اهو پاڻي سنڌ- بلوچستان پٽيءَ تي ڪوئيٽا باءِ پاس ٽٽڻ سبب اوڏانهن ويو هو.

**جهٽول (ذات)**: جهٽول هڪ ذات آهي، هن ذات وارا سورج ونسي راجپوت نسل مان ڄام جهٽ جي پٽ 'جهٽول' جو اولاد سڏائين ٿا. ڄاڄ ۽ جهٽول پاڻ ۾ ڀائر هئا، جن سيالڪوٽ پرسان 'پسرور' شهر جو بنياد رکيو هو. جهٽول ذات وارا اتر سنڌ جي ڪن علائقن ۾ رهن ٿا.

**جهپ (ديهه)**: تعلقي سڪرنڊ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دُٻي، جلالاڻي، حاجي سلطان راهو، پنجابي ڳوٺ، حاجي رمضان مگسي، پير ذاڪري، ملوڪ آباد (وريام پاهي)، حاجي غلام نبي رند، گل محمد رند بنگلو، حاجي گل محمد مگسي، شير محمد چانڊيو حاجي الهه بخش مگسي،حاجي علي محمد چانڊيو، واپڊا ڪالوني ۽ صاحب خان جلالاڻي.

**جَهپ تال**: هي ڏهن ماترائن جو تال آهي جيڪو خيال، درپد ۽ هلڪي ڦلڪي موسيقيءَ ۾ وڄندو آهي ۽ بلمپت توڙي درت ٻنهي ۾ ڪم ايندو آهي. هن جي ڇهين ۽ ستين ماترا خالي آهي. هن جو پهريون ٺيڪو ڌن نڪ ڌن نڪ تن تن نڪ، ٻيو ٺيڪو ڌا آ ڌگ نه تا آڌي تا آ ۽ ٽيون ٺيڪو ڌن نا ڌن ڌن نا ڪت تا ڌن ڌن آ آهي.

**جهجهري**: جهجهري، مٽيءَ جو هڪ ٿانءُ آهي، جنهن کي گهگهي يا صُراحي به سڏبو آهي. جهجهريءَ ۾ پيئڻ لاءِ پاڻي ڀري رکبو آهي ته اهو ٿڌو رهندو آهي. ڪاريگر (ڪنڀر)، جهجهري جيڪي مٽيءَ مان ٺاهي آويءَ ۾ پچائي تيار ڪندا آهن. هن جو هيٺيون حصو ويڪرو ٿيندو آهي، پر گچي سنهي، ڊگهي ۽ ان جو مُنهن سوڙهو ٿيندو آهي، جنهن ۾ هٿ به وڃي نه سگهندو آهي. هي ٿانءُ اڪثر صوفين جي آستانن ۽ درگاهن تي رکيل هوندو آهي.



**جُهڏو** [1]: پاڻيءَ جي وڏي کڏ، ڊوري. هيناهين زمين يا جبل جي 'ڪنڀ' کي جهڏو سڏجي ٿو

- جهڏو ضلعي ميرپورخاص جي هڪ ديهه ۽ شهر جو نالو به آهي.

**جُهڏو** [2]: جهڏو سنڌ جي پراڻن شهرن ۾ شمار ٿئي ٿو. هن شهر جو اڏيندڙ مير غلام حسين ۽ سندس وڏا هئا، جيڪي خيرپور رياست کان لڏي هتي

اچي آباد ٿيا هئا. هن شهر تي جهڏي نالو پوڻ بابت مختلف روايتون ملن ٿيون: هڪ روايت موجب پارت ڪان رڻ ڪڇ واري رستي پان جي پنن ۽ سوپارين سان ڀريل اٺن جو قافلو ان وقت جي سنڌ جي گاديءَ جي هنڌ ٺٽي



جهڏو شهر

ڏانهن وڃي رهيو هو ان قافلي ۾ موجود هڪ درويش صفت شخص جو نالو جهڏو هو جيڪو بيمار ٿي پيو ۽ هن هنڌ سندس انتقال ٿيو ان ڪري شهر تي نالو جهڏو پيو هن درويش جي نالي تي 'جهڏو مقام' به پراڻ جي ڪنڌيءَ تي موجود آهي.

هي روايت آهي ته جهڏي پرسان پراڻ ندي وهندي هئي ۽ اتي پتڻ تي ٻيڙيون هلنديون هيون. پراڻ ڪلهوڙن جي دؤر ۾ سنڌو نديءَ ڪي گهارن بوڻ سبب نهي هئي، جڏهن رڻ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جا ٺڪر راجا سنڌ جي حڪمران سان نهي نه هليا ته ان وقت جي سنڌ جي حڪمران پراڻ ڪي موجوده جهڏي ويجهو هڪ وڏو بند ٻڌائي ڇڏيو ۽ اتي شهر ٻڌجي ويو انگريزن جي دؤر ۾ هن شهر گهڻي ترقي ڪئي. هتي سرڪاري آفيسون قائم ٿيون، گدام ٺهيا ۽ ريل هلائي وئي، گهڻا گدام ٺاهڻ ڪري شهر تي نالو 'جهڏو گدام' پئجي ويو هتان گجرات، راجستان، مهاراشٽر، اڙيسا، مڻيپور ۽ بهار تائين واپار ٿيندو هو هتان ڪان اٺن جا قافلا رڻ ڪڇ، ڪوڪراپار، ننگرپارڪر ۽ ڪڍڻ واري رستي سان ويندا هئا. جهڏي ۾ ٺهندڙ ڪاٺ جو سامان اُتي گهڻو پسند ڪيو ويندو هو. هتان جي ڏاتي ڪاريگرن جا ٺاهيل پاڪڙا ۽ ٻيون شيون به پسند ڪيون وينديون هيون. برصغير جي آزاديءَ جي تحريڪ، توڙي هاري تحريڪ ۾، خاص ڪري مائي بختاور جي شهادت کان پوءِ، جهڏي جي عوام ڀرپور حصو ورتو هو ۽ برطانيا سرڪار کي پريشان ڪري ڇڏيو هو. ڪامريڊ حيدربخش جتوئي، سائين جي. ايم سيد، شيخ عبدالمجيد سنڌي، نهچلداس وزيراڻي ۽ ٻين هتي وڏا جلسا ڪيا هئا. جهڏي شهر کان اندازاً 15 ميل ڏکڻ اوڀر طرف پراڻ درياهه جي ساڄي ڪپ تي جهڏي جو پراڻو ڦٽل شهر ميل کن ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. جهڏي جي مشهور اديبن ۽ شاعرن ۾ الهجڙيو شاد، ايوب کوسو ۽ نياز پتافي اچي وڃن ٿا.

**جهڏير جو دڙو:** هڙپا تهذيب سان لاڳاپيل هي ماڳ، جنهن کي آر. ايل ريڪس ڳولي لڌو اهو سکر- سبي روڊ کان هڪ ميل کن اولهه ۾ هڪ دڙن جو ميڙ آهي، جيڪو مجموعي طور 500 وال ڊيگهه ۾ پکڙيل آهي. هيءُ ماڳ جيڪب آباد کان اٽڪل 28 ڪلوميٽر اتر- اولهه ۾ واقع آهي. هن دڙي تي هر طرف ٺڪرائو پکڙيو پيو آهي، جيڪو سنڌو تهذيب سان واسطو رکي ٿو. پر سر مورٽيمر ويلر جي خيال ۾ ڪي وٿون ان ڪان به اڳ جون يا 'اوائلي هڙپا' تهذيب سان لاڳاپيل ٿي سگهن ٿيون. ماڳ جي بيهڪ 28° 28′ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68° 15′ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي آهي. جهٽ پٽ ۽ ٽيمپل ديرو ان جون ڀر واريون ريلوي گوديون آهن. هتان مٽاڇري تان ساواڻ مائل تيز پڪل ٺانوَ سانچا، ٽڪنديون ٽِڪيون، ٺڪر جا چوڙا، جانورن جون مورتيون، سپون، چقمقي پٿر جا اوزار وغيره مليا آهن. هن ماڳ جي کوٽائي اجا نه ٿي آهي.

**جهڏير شاخ:** جهڏير شاخ پٽ فيڊر جي ڪاهي پاسي آر. ڊي- 418 ڪان نڪري ٿي، جنهن جي ڊيگهه اٽڪل 22 ميل آهي. ان جو آخري حصو اڳوڻي ڦٽل شهر نصيرآباد جي ڀرسان آهي، جيڪو هاڻوڪي شهر جهٽ پٽ ڪان ٽي ميل اتر طرف آهي. هن شاخ تي جهڏير نالو انهيءَ ڪري پيو آهي، جو ڪوئيٽا، جيڪب آباد روڊ جي ڀرسان، منگولي ريلوي اسٽيشن جي سامهون ڏکڻ طرف، قديم زماني جو ڦٽل 'جهڏير جو دڙو' موجود آهي. جهڏير شاخ مان هڪ ٻي شاخ 'ٽيمپل ديرو شاخ' جي نالي سان نڪري ٿي، جنهن جي ڊيگهه 20 ميل کن ٿيندي.

**جهرڙ** (ديهه): تعلقي شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قائم خان سنائي، غوث پور ۽ عبدالرسول بروهي.

**جهرڪ[1]** (ذات): جهرڪ ذات جا ماڻهو اصل ۾ سما آهن. جن جي ذات جي نالي پٺيان ٺٽي ضلعي ۾ 'جهرڪ' نالي شهر آباد آهي.

**جهرڪ[2]**: جهرڪ، ٺٽي ضلعي جو هڪ قديم شهر آهي، جيڪو ڪوٽڙيءَ کان هيٺ سنڌو درياهه جي ساڄي ڪپ تي واقع آهي. هيءُ شهر 'جهرڪ' ذات جي ماڻهن جو آباد ڪيل آهي، جيڪي اصل ۾ سمات آهن. 1758ع



جهرڪ مان لڌل مورتيون ۽ شهر جي هڪ پراڻي عمارت جو ڏيک

ڌاري جڏهن سنڌو درياهه پنهنجو وهڪرو بدلائي ڪوٽڙي ۽ ٺٽي وٽان وهڻ لڳو، تڏهن درياهه جي ڪپن وارن ٻين شهرن سان گڏ جهرڪ جو شهر به آباد ٿيو. ڪئپٽن اي. ڊيلهوسٽ 1832ع ۽ 1839ع ڌاري هن شهر لاءِ لکيو هو ته: "هتي بازار ۾ 200 دڪان آهن. ٻنهي پاسي رستن جي صف بندي ٿيل آهي. بازار مٿان خوبصورت ڇت آهي." هي شهر ۾ ارغونن ۽ ترخانن جي زماني کان اسماعيلي بزرگن جي سرگرمين جو مرڪز هو. ميرن جي زماني ۾ هتي اسماعيلي خواجن جا 983 گهر هئا. 1838ع ڌاري آغا خان اول، آغا شاهه حسن علي، ڪرمان (ايران) کان هتي جهرڪن ۾ اچي آباد ٿيو ڇا ڪاڻ ته هن شهر کان سواءِ آسپاس وارين بستين ۾ سندس مريدن جو وڏو تعداد رهندو هو ان وقت سنڌ تي ميرن جو راڄ هو سنڌ جي آخري حڪمران

مير نصير خان، ايران جي حاڪم، محمد علي شاهه قاچار جي چوڻ تي آغا خان کي گرفتار ڪرائڻ لاءِ جوکين جي سردار کي حڪم ڪيو. انهيءَ ڪري جهرڪن ۾ آغا خان جي مريدن ۽ جوکين جي جنگ لڳي. انهيءَ جنگ ۾ آغا خان جي ملڪيت جي لٽ مار ڪئي وئي. ليڪن انگريزن جي دٻاءَ سبب ميرن جو دور پڄاڻي کي ويجهو هو. انهيءَ ڪري آغا حسن علي شاهه، ڪابل جي ڀيرين ويڙهه وقت چارلس نيپيئر جي گهڻي مدد ڪئي. سنڌ جي فتح کان (1843ع) پوءِ انگريزن آغا شاهه حسن علي کي ’هز هائينس‘ جو خطاب ڏنو. آغا خان اول 1843ع ۾ جهرڪن ۾ پنهنجو محلات اڏايو جيڪو اڄ بہ سلامت آهي.

ورهاڱي کان اڳ ’پارپتي آوتسنگهه ٽي. بي سينيٽوريم‘ بہ هتي موجود هو جيڪو هينئر مٽيءَ جو ڍير بڻجي چُڪو آهي. انگريزن جي دؤر ۾ هتي هڪ ڪليڪٽر رهندو هو جنهن هتي هڪ پوسٽ آفيس ٺهرائي، جيڪا هينئر ڊهي چُڪي آهي. اندازو آهي تہ 1848ع ڌاري هيءَ عمارت جڙي راس ٿي هئي، جيڪا هاڻوڪي اسڪول جي پرسان هئي. اُن کان سواءِ هتي ڪمشنري جيل، محالڪاري آفيس، ڊاڪ بنگلو، پوسٽ آفيس، پرائمري اسڪول ۽ پوليس ٿاڻو بہ موجود هئا. چارلس نيپيئر جهرڪ شهر کي لشڪر جي ڇانوڻيءَ لاءِ بهتر سمجهيو ۽ اُتي بئرڪون بہ ٺهرايائين. شهر جي ڏکڻ طرف ڊپٽي ڪليڪٽر جو بنگلو هو جيڪو اڄڪلهه ڊاڪ بنگلي طور استعمال ٿي رهيو آهي. بنگلي جي پرسان عيسائين جو مشنري اسڪول بہ هو. هتي سالن کان شيعا اثنا عشري خواجن جي امام بارگاهه، مسجد ۽ مدرسو بہ موجود آهي. اهي دراصل اسماعيلي هئا ۽ جهرڪن ۾ آغا خان جي مريدن ۽ ميرن جي سردار جوکئي جي وچ ۾ جيڪا جنگ لڳي هئي اُن جنگ ۾ ويسو خواجو جيڪو آغا خان جي لشڪر جو سردار هو. مير بنوري وارو سيٺ محمد جعفر خواجو انهيءَ ويسي خواجي جو پٽ هو. هتي خواجن جون رهائشي جايون، دڪان، پلاٽ، زرعي زمينون ۽ باغ هئا. شهر ۾ امام بارگاهه جي آڳر ۾ هڪ قبرستان آهي، جنهن ۾ آغا شاهه حسن علي سان گڏ آيل سنڌس اُهي مريد دفن ٿيل آهن، جن آغا خان اول ۽ جوکين جي وچ ۾ ٿيل جنگ ۾ شهادت ماڻي هئي. انهن جو تعداد 72 ڄاڻايل آهي. جهرڪ شهر ڪنهن وقت ۾ درياهه جي ڪپ تي هڪ سٺو بندرگاهه هو انگريزن جي اچڻ کان پوءِ ڪراچي، حيدرآباد ۽ ٻين شهرن جي بندرن جي اهميت وڌڻ ڪري، جهرڪن جو شهر ڦٽڻ لڳو ڪافي تعداد ۾ واپاري هتان لڏي نئين آباد ٿيل شهر ڪراچيءَ ۾ وڃي آباد ٿيا. هن وقت هي ننڍو شهر اندازاً ڏهه هزار آبادي رکي ٿو هتي جهرڪا، گندرا، ملاح، خاصخيلي، خوجا، ميمڻ ۽ ٻيا قبيلا آباد آهن. جهرڪ ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ الڳ الڳ پرائمري ۽ هاءِ اسڪول موجود آهن.

پاڪستان جي باني قائداعظم محمد علي جناح جو جنم بہ جيٽا پونجا جي گهر ۾ هن ئي شهر ۾ 1876ع ۾ ٿيو هو ان وقت جهرڪ شهر ڪراچي ضلعي ۾ شامل هو پراڻن درسي ڪتابن موجب قائداعظم پرائمري تعليم جهرڪن ۾ ئي حاصل ڪئي هئي، (وڌيڪ ڏسو: جناح، جلد ٽيون). اڄ ڏينهن تائين جهرڪا ذات جا ماڻهو جهرڪ شهر جي اتر طرف ميل کن پنڌ تي ۽ ڪي درياهه جي ڀيءَ پر ٻن ميلن جي مفاصلي تي رهن ٿا.

انگريزن جي اوائلي دور ۾ جهرڪ شهر کي خاص اهميت ملي، هيءُ شهر انهيءَ وقت جهرڪ ڊويزن جي گاديءَ جو هنڌ هو پر جيئن جيئن هن شهر مان هٽ ڪيندا ويا، تيئن تيئن شهر جهرڪ کي بہ وساريندا ويا، ڊويزن مان گهٽائي کيس محالڪاري ڪيائون. جنهن جي آفيس هن وقت هاڻوڪي اسپتال جي پرسان اتر طرف هڪ ڊڙي جي صورت ۾ موجود آهي. ان بعد هي شهر ٽپي جي حيثيت ۾، تعلقي ڪوٽڙيءَ سان ملايو ويو جهرڪ اڄ بہ هڪ ٽپو آهي. جهرڪ شهر هن وقت تعلقي ٺٽي ۾ آهي. هي شهر سمنڊ جي مٿاڇري کان اٽڪل 160 فوٽ مٿي ٽڪر تي هڏل آهي. شهر جي اڀرندي طرف سنڌو ندي وهي ٿي. شهر جي الهندي طرف ٽڪرائي ٽڪر آهن. درياءَ جي ڀيءَ پر، هڏمت جا مشهور آثار ’هڏڪا ٽڪر‘ هن شهر جي سامهون آهن. حيدرآباد - ڪراچي واري شاهي سڙڪ بہ هتان ئي گذري ٿي. شهر جي اتر طرف ’ڪاٽ ڪپريو‘ موجود آهي، جنهن کي ’ڪپريو ڪاهوڙي‘ يا ’ڪپريو ڪاٽڙيو‘ بہ سڏيندا هئا. جهرڪ شهر جي ڏکڻ- اولهه طرف اٽڪل ڇئن ميلن جي پنڌ تي هڪ ٽڪري ’مجيراءِ‘ يا ’ماجيراءِ‘ جي ماڙي جي نالي سان واقع آهي، انهيءَ ٽڪريءَ بابت چيو وڃي ٿو تہ اتي ڪنهن زماني ۾ ماجيراءِ نالي هڪ راجا راڄ ڪندو هو جتي سندس ڪوٽ بہ اڏيل هو اُن ڪوٽ جي آثارن کي هن وقت ڪافر ڪوٽ سڏيندا آهن. ٽڪريءَ جي ڏکڻ ۽ اوڀر طرف سندس دامن ۾ ’ويران‘ نالي ڀيلو بہ آهي. الهندي طرف ٽڪرائي ٽڪر آهن. ڏکڻ- اوڀر طرف وري هڪ ننڍي ڊنڊ آهي، جنهن کي ’ماجيراءِ واري ڪوري‘ چوندا آهن. ڪافر ڪوٽ واري جبل جي ڪَرَ ۾ پير لاکي لطف الله جي درگاهه موجود آهي. هي بزرگ، مخدوم نوح بزرگ جو پوٽو هو. هتي هڪ وڏو قبرستان آهي جنهن جي ڏکڻ واري ڇيڙي تي شيخ گهرڻي جو روضو آهي. هن قبرستان کي پليجن جو قبرستان جو قبرستان چوندا آهن. هن قبرستان ۾ حمل پليجي جو قبو بہ موجود آهي، جيڪو صوفي شاهه عنايت جي شهادت ۾، ٺٽي جي نواب جو مددگار چون ٿا. جهرڪ شهر جي ڏکڻ-اولهه طرف ميل کن فاصلي تي ’ميران پير‘ جو قبو آهي. جهرڪ آڳاٽي دؤر ۾ دريائي بندر هو جتان وڻج واپار ۽ مسافري ٻيڙين ۽ اُٺن ذريعي ٿيندي هئي، هن شهر کي ويجهي ۾ ويجهي اسٽيشن ’ميٽنگ‘ آهي. شهر جي اتر-اولهه طرف ٽن ميلن جي مفاصلي تي ’ڪوٽڙي بئراج‘ جو هڪ واهه لنگهي ٿو جنهن کي ڪلري- بگهاڙ فيڊر چوندا آهن.

**جِهرڪَ**[3] (پکي) (Sparrow/ Passer): جهرڪ هڪ عام ننڍو پکي آهي، جنهن جي مادي ”جهرڪي“ سڏبي آهي. هيءُ پکي عام طور گهرن جي



جِهرڪَ (پکي)

چتين ۾ ڳڙڪ ڪري آڪيرا ٺاهيندو آهي يا وڻن جي ٽارين ۽ پنن ۾ پاڻ کي لڪائي رات گذاريندو آهي. هي پکي اڪثر گهرن ۽ وڻن ۾ آکيرا جوڙي ريهندو آهي.

سنڌ ۾ عام طرح جيڪو جهرڪ ملي ٿو اُن جي نَرجو رنگ مٿان اخروٽي ڀاڙهو (ڇوڏي جي رنگ جهڙو) ٿئي ٿو جنهن تي گهرا کنپ هوندا آهن. جهرڪ ڇهنب ڪاري، مٿو سرمائي، ڳچي گهاٽي سرمائي ڪاري ٿيندي آهي، جنهن کي اڇڙي ڪالر ٿيندي آهي. جهرڪ جي پيٽ جا کنپ هلڪا ميرانجها ٿين ٿا. جڏهن تہ جهرڪيءَ جي پٺي پُوري ۽ ناسي دڙڳ دڙڳ هوندي آهي. دنيا ۾ جهرڪ/جهرڪين جا 40 کن قسم آهن.

**جهرڪلي ڪيت** (ٻوٽو) : هيءُ ٻوٽو ٿرجي وارياسي علائقي نرم زمين ۾ گهڻو ٿيندو آهي ۽ سخت زمين ۾ ڪجهہ گهٽ ٿئي ٿو. هن جي ڏانڊيءَ جو رنگ هيڊو، پن سنها سائي رنگ جا، لوڙڪ جي پنن جهڙا، ڦل گول گول، داڻا سنها ۽ سائي رنگ جا ٿيندا آهن. هن ٻوٽي کي "چڙيال" بہ چوندا آهن ۽ طبي وڪر ۾ ڳنڍڻ طور بہ استعمال ٿيندو آهي.

**جِهرڪِي**[1] (مڇي) : جهرڪي، ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم آهي، جيڪا ڊيگهہ ۾ هڪ انچ ٿيندي آهي. هن جو رنگ ميرو ٿيندو آهي. هن مڇيءَ کي پر بہ ٿين ٿا، جن سان هيءَ پاڻيءَ اندر اڏامندي آهي. تور ۾ پنج تولا کن ٿيندي. هيءَ ننڍڙي مڇي کائڻ لاءِ استعمال نہ ٿيندي آهي.

**جهرڪي**[2] (ديهہ) : تعلقي هالا جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شهمير جي وسين، نئين وسين، ڪوٽ فيروز الدين شاهہ، فضل علي شاهہ جي ماڙي، حاجي حاجن سمو، قادر بخش ڪوسو، ڪوٽ محمد نعيم شاهہ ۽ لڙڪا.

**جِهرڪياري** (ديهہ) : ضلعي ميرپورخاص جي تعلقي ساماري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

گل محمد سميجو، عبداللطيف هاليپوٽو، جان محمد هاليپوٽو، ساتوڙي، حاجي دودو، ويڌو مگريو، قاضي عبدالرحمٰن ۽ علي خان راهمون.

**جهرل**: جهرل راجا لوڪيءَ جي اولاد مان آهن. راجا لوڪيءَ جي اٺهٺهين پشت مان راجا جهاج ٿيو، جنهن جو اولاد جهرل راجپوت سڏرائي ٿو. ڪجهہ مؤرخن جهرل ۽ جرال کي هڪ ئي خاندان لکيو آهي. جيڪو درست نہ آهي. جهرل، سورج ونسي آهن، جڏهن تہ جرال، چندر ونسي خاندان سان تعلق رکن ٿا. راجا جهاج پنهنجي پٽ ڪانگ جي نالي تي 'ڪانگڙا' آباد ڪري، ان کي راڄڌانيءَ جو درجو ڏنو هو جڏهن تہ جرال قبيلي جي راڄڌاني ڪلانور هئي. جهرل قبيلو مغل حڪمران شاهجهان جي دور ۾ رياست رهلوجو حڪمران هو

**جِهرمِري**: هيءَ هڪ خاص قسم جي دري آهي، جيڪا ڪمري ۾ روشني جي مقدار کي گهٽ وڌ ڪرڻ لاءِ ڪتب آندي ويجي ٿي. جهرمري اصل ۾ انهن سنهين پٽين جي عمودي يا اُفقي جڙاءَ کي چئجي ٿو جنهن کي پاسن ۾ پيل ٻہ ڏوريون هجن ٿيون، جن مان هڪ کي ڇڪڻ سان پٽيون بند ۽ ٻيءَ کي ڇڪڻ سان کولي روشني اندر آڻڻ جو مقدار گهٽ وڌ ڪري سگهبو آهي. هن وقت جهرمريءَ کي ڪيترن ئي نمونن ۾



ٺاهيو ويجي ٿو. هيءَ دري پلاسٽڪ ۽ سنهي ڪاٺ جي پٽين وغيره مان تيار ڪئي ويجي ٿي.

**جهرٽا** (ڪتاب) : هيءُ ڪتاب نامور ليکڪا نذير ناز جي ڪالمن جو مجموعو آهي. هن ڪالمن ۾ معاشرتي رخن کي چڱيءَ ريت اجاگر ڪيو آهي. ڪتاب ۾ 23 ڪالم آهن، جيڪي سادي ۽ عام فهم ٻوليءَ ۾ تحرير ٿيل آهن. ڪتاب ۾ نامياري ليکڪا خيرالنساءِ جعفريءَ جو "جيوت هئي جنجال جهرٽا جهرٽا" جي عنوان سان نوٽ ۽ حميد سنڌيءَ جو "قلم ۾ ڪڙاڻ" عنوان سان تبصرو بہ ڏنو ويو آهي.




ڪرائون سائيز جو 128 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب ناري پبليڪيشن، حيدرآباد 1986ع ۾ شايع ڪيو آهي، جنهن جي قيمت 15 رپيا آهي.

**جَهري ٻَري**: جهري ٻري، ٻڪريءَ جو هڪ قسم آهي. هن قسم جي ٻڪريءَ جي جسم تي ڪارا ۽ اڇا ٽڪا ٿيندا آهن. هن ٻڪريءَ جا ٿڻ ڊگها ٿيندا آهن ۽ ان جون ٽنگون بہ ڊگهيون ٿينديون آهن. هن ٻڪريءَ جي ڏاس وڏي ٿئي ۽ سندس پُڇ تي گهڻا وار ٿين ٿا. هن ٻڪريءَ جا سگ ننڍا ۽ وٽيل هوندا آهن.

**جُهريو** (جبل) : ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جو هڪ جبل، جيڪو تعلقي ننگرپارڪر جي ڳوٺ 'لوٽيي' کان 12 ڪوهن جي پنڌ تي ڏکڻ - اوڀر ۾ واقع آهي. هڪ روايت موجب جُهريي جبل ۾ مٿي اُتر پاسي پٿر جي جاين جا جيڪي ڦِٽل آثار ملن ٿا سي 'راءِ لاکي' جي محل جا کنڊر چيا وڃن ٿا. راءِ لاکو، راءِ ڏيسل جيءَ جو پٽ هو. جهاري يا جهريي جبل واري جنگ، راءِ لاکي ۽ ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي وچ ۾ 1762ع ۾ لڳي هئي، جنهن ۾ ميان غلام شاهہ کي فتح حاصل ٿي هئي.

**جهڙيارو** (ديهہ) : تعلقي ناري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد راڄپر، محمد هارون راڄپر ۽ محمد عثمان آرادين.

**جَهڪَ**: مٽيءَ وارو طوفان ۽ هوا جو سخت جهوڪو، جنهن سان تمام گهڻي مٽي ۽ ڌوڙ اُڏامي، ان کي 'جهڪ' چئبو آهي. اڪثر ڪري اهڙي طوفاني تيز

جهڪر جو دڙو

هوا سان گڏ مينهن به پوندو آهي. 'جهڪ' دراصل وڏي واچوڙي جو قسم آهي، جنهن جي پکيڙ گهٽيءَ ايراضيءَ ۾ هوندي آهي. صحرائي علائقن ۾ وڏا واچوڙا اُٿندا آهن، جن جي ڪري برسات پوندي آهي. سنڌ جي ڏاکڻي حصي لاڙ ۾ ننڍا وڏا واچوڙا اُٿندا رهندا آهن، جن مان به وڏا واچوڙا، جن کي سنڌ وارن طوفان جو نالو ڏنو: تن مان هڪ طوفان (جهَڪ) 1956ع ۾ لڳو جنهن حيدرآباد، ٿرپارڪر، بدين، سانگهڙ ۽ ٺٽي ضلعن ۾ وڏي تباهي آندي. اهو



جهڪ

طوفان شام جو ڇئين بجي کان شروع ٿيو ۽ سڄي رات لاڳيتو هليو ۽ ٻئي ڏينهن صبح ڌاري ختم ٿيو ان طوفان ۾ واهن ۽ شاخن جا بند ڀڄي پيا، ڪيترا پکي پکڻ ۽ ٽانگ بلائون مري ويا. هزارين جي تعداد ۾ ماڻهو ۽ جانور دربدر ۽ لاپتا ٿي ويا. ان طوفان جي اثر کان ٻه سال لاڳيتو زمين سوڪهڙو نه ڪاڏو، جنهنڪري ڪابه زرعي پيداوار نه ٿي سگهي هئي. ٻيو 1999ع واري جهڪ يا طوفان، جنهن سامونڊي ڪناري وارين سمورين وسندين، ڳوٺن ۽ واهڻ کي تباهه ڪري ڇڏيو. هزارين ماڻهو گپ چڪ ۾ دٻجي مري ويا. سوين ماڻهو ۽ ڍور هوا جي زور تي وڻن ۾ اُڏامي ٽنگجي مري ويا. هزارين گهر ويران ٿي ويا، اها وڏي جهڪ هئي، جنهن جي شروعات ننڍي واچوڙي سان ٿي هئي. اهڙا طوفان آمريڪا جي ڪيترين ئي رياستن ۾ ايندا رهن ٿا.

سنڌيءَ ۾ جهڪ کي هڪ چوڻي طور به استعمال ڪيو ويو آهي ته:

"زمين ڪري اڪ ڪري، واءُ ڪري جهَڪ ڪري!"

**جهُڪر جو دڙو:** جهڪر جو دڙو لاڙڪاڻي شهر جي اولهه ۾ ڇهن ميلن جي پنڌ تي ۽ موهن جي دڙي کان اتر- اولهه ۾ 17 ميلن جي مفاصلي تي انڊس هاءِ وي تي واقع آهي. هي دڙو ڳوٺ مني ديري جي ڀڪ ۾ لاڙڪاڻي دوداهه ريلوي لائين تي ٻيڙي چانڊيي اسٽيشن کان ڏيڍ ميل پري 68° 07′ ڊگريون اوڀر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 27° 34′ ڊگريون اتر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. دڙي جي ڪل ايراضي 1300x850 فوٽ آهي. هي ماڳ ٻن دڙن تي مشتمل آهي. دڙو "الف" ۽ دڙو "ب". ٻنهي دڙن جي وچ ۾ 300 فوٽن جي وٿي آهي. "ب" دڙو ڪنهن حد تائين گول آهي، جڏهن ته دڙو "الف" ڪجهه ننڍو ۽ اوچائيءَ ۾ 17 فوٽ ڪن ٿيندو. هن ماڳ جي مشهور آرڪيالاجسٽ اين. جي. مجمدار 1928ع ۾ کوٽائي ڪئي هئي. هي دڙو ان کان اڳ 1918ع ڌاري آر. ڊي بينرجيءَ به ڏٺو هو جنهن راءِ ڏني هئي ته هي ٻڌ اسٽوپا جا نشان آهن. مجمدار، دڙي الف ۽ ب جي پيڙهه وٽ کوٽائي ڪرائي هئي. کوٽائيءَ کان اڳ ڪيس پڪ هئي ته هتان ضرور ڪنهن تاريخي دور جو سلسلو جڙندو. ڪيس الف دڙي جي مٿاڇري تان تير جي اُڻي ملي هئي، جنهن کي 'ڏڦي جو ڦرُ' چئي سگهجي ٿو، جيڪو موهن جي دڙي مان مليل ڦرُ جهڙو هو. کوٽائيءَ کانپوءِ مجمدار کي ڪي به اهڙي ڪا خاص شيءِ هٿ نه آئي، پر ڪيس دڙي الف جي چوٽيءَ وٽان ڪچين سرن جي پيتين جا نشان ڪافي ايراضيءَ ۾ پکڙيل مليا. اهي 50 کن ڪمرا هئا. جن کي صاف ڪيو ويو انهن ڪمرن مان ڪيس ٺڪر جا ٿانو ٽامي جا سڪا، لڪت وارين مُهرون ۽ ڪجهه ٻيون شيون مليون. ڪمرن جا فرش ڪچا به هئا ته پڪين سرن سان به ٺهيل هئا. اتان ڪمرن جي سنوت کان ڪجهه هيٺ هڪ کوهه به مليو جيڪو پڪين سرن سان ٺهيل هو کوهه جي تري ۾ 17 فوٽ هيٺ تائين کوٽائي ڪرائي وئي، جتان ڪافي نڪرائو هٿ آيو. دڙي 'ب' تي ٽي کاما کوٽيا ويا، جيڪي 105x10 فوٽ ۽ 145x12 فوٽن جي ماپ جا هئا. هنن ٽنهي کڏن کوٽڻ سان دڙي جا مختلف ٽي ٿهه هڪبئي جي مٿان ظاهر ٿيا. هرهڪ ٿهه مان ڪي وٿون مليون. دڙي 'الف' جي چوٽيءَ مان به جنهن پوئين دور سان واسطو رکيو ٿي، اهي ساڳيون شيون لڌيون، جيڪي دڙي 'ب' جي مٿئين ٿهه مان لڌيون هيون. دڙي الف کي 12 فوٽ اونهو کوٽيو ويو. هتان جيڪي رهائشي جاين جا فرش مليا، اهي ڪجهه ڪچين سرن جا ته ڪجهه پڪين سرن جا هئا. جايون پڪين



جهڪر جي دڙي جا آثار

سرن جون به ٺهيل هيون. سرن جي ماپ موهن جي دڙي جي سرن جيتري آهي. دڙي جي چوٽيءَ کان ٿهه جي اونهائي 12 کان 18 فوٽ هئي. درياهي سنوت کان به هيٺ مٿئين دور سان لاڳاپيل ڪي پيتيون ظاهر ٿيون. انهن جي مٽي کان هيٺ تائين اونهائي 20 کان 23 فوٽ هئي. سرن جي ماپ ساڳي موهن جي دڙي جي سرن واري هئي. مجمدار کي يقين ٿي ويو ته هي دڙو ڪنجهي جي دور جو همعصر آهي ۽ موهن جي دڙي جهڙي تهذيب رکي ٿو ڪنجهي جي دور سان همعصر جهڪر جي ٻن دورن وارا ٿهه، مختلف نڪرن جي ٿانون جي ڪري سڃاڻجي سگهجن ٿا. هنن چٽيل ٿانون جي ڳاڙهي تر تي ڪاري رنگ سان چٽ نڪتل آهن، چنساليءَ جي نمونن ۾ چوڪنڊن گهَرين ۾ گول نشان، جن کي ڳاڙهي، ڳوڙهي ڳاڙهي يا گلابي رنگ ۾ ڏيکاريو ويو آهي. ليڪون لهريدار آهن. هتان ٿانون جو ٻيو نمونو به مليو آهي. جنهن کي پوئين دور جي ٿهه وارين شين سان گڏ لڌو ويو آهي، سي اڪثر ٻسا ۽ سادا آهن. مٿن ڳچيءَ وٽ ڇُگهه نڪتل آهن. اهي ٿانو موهن جي دڙي مان لڌل ٿانون کان ڪي قدر مختلف آهن. هن هنڌان لڌل ٿانون تي رسيءَ وَر (Roping) جا نشان آهن.

دڙي 'الف' ۾ گهُرو استعمال جي ٿانون کانسواءِ ٻن ٿهن جي کوٽائيءَ

مان ڪيترين ئي ٻين شين هٿ آيون، جن ۾ ڪونيٽ ڊانڊ، ٻڪري ۽ سوئر جون مورتيون شامل هيون. رانديڪن ۾ ٻيل گاڏيءَ جي ٺڪر جا ڦيٿا، پکيءَ جهڙي گاڏي، چوڙيون، پکيءَ جي شڪل واريون سيٽيون ۽ ننڍڙا اڇي تراڪڙي نمونې جا مڻيا، اڇي پٿر جا لسا مڻيا، سائي رنگ جا بلور جي نليءَ جهڙا مڻيا، سنگ يسپ ۽ لاجورد جا ٻه- نلڪيءَ نما مڻيا، پاسارا ۽ مگريون (Core)، تير جي اڻي، ڏڦي جو ڦرو ۽ چاڪ- پٿر مان جوڙيل چوڪنبي مهر جنهن تي هڪ سڱي ڍڳي جي تصوير کان سواءِ موهين جي دڙي واري لکيل هڪ سٽ به ملي آهي. مجمدار اتان لڌل شين/ وٿن جي فهرست "Exploration in Sindh" ڪتاب ۾ ڏني آهي.

ان کان پوءِ ڊاڪٽر رفيق احمد مغل جي سربراهيءَ ۾ نومبر 1973ع کان فيبروري 1974ع تائين هن ماڳ جي کوٽائي ڪئي وئي. سندس نگرانيءَ ۾ ٻنهي 'الف' ۽ 'ب' دڙن تي 140x2 فوٽ ۽ 180x20 فوٽ جون کڏون کوٽايون ويون. پر هو هيٺينءَ سطح تي پهچي نه سگهيو جو اتان سم جو پاڻي نڪري آيو. سندس رپورٽ موجب ٻنهي دڙن تي ستين صدي عيسويءَ کان پوءِ ڪافي والار ٿي هئي. جنهنڪري دڙن جي سطح مٿي ٿي وئي آهي. ننڍي 'الف' دڙي جي کامي مان کيس چار تهه مليا، جن مان ٽي تهه هڪ ٻئي مٿان تاريخ کان اڳ جي دور (Prehistoric Period) جا آهن. جڏهن ته مٿيون ۽ چوٿون تهه تاريخي دور (Historical Period) جو تهه آهي.

| | |
|---|---|
| اوائلي تاريخي دور | (صفا مٿين والار-تهه 1- کان 10) |
| جهڪر جو پويون دور | (چار تهه، 11، 12، 13 ۽ 14) |
| جهڪر جو وچون دور | (تهه نمبر 15، 15 الف، 16 ۽ 17) |
| جهڪر جو اوائلي دور | (تهه نمبر 17، 19، 20 ۽ اٽڪل 3 فوٽ پاڻيءَ واري سطح کان هيٺ) |

کيس کوٽائيءَ مان ٺڪر جا 50 کن نمونا مليا. پرکڻ کانپوءِ پتو پيو ته ٻنهي دورن جو ٺڪراٺو سنڌو سڀيتا جي ٺڪر واري نمونې جو آهي. جنهن کي "جُهڪر ٺڪر" سڏي سگهجي ٿو ان ۾ چانهونءَ جي دڙي جي مٿين تهه مان مليل يا آمري ۽ مهين جي دڙي جي مٿين تهن مان مليل ٺڪرائي جو 8% مس ٿيندو. اهو ٺڪر جو نمونو چٽن ۽ ٻين خصلتن ۾ باقي ٺڪرن کان مختلف ڳڻي سگهجي ٿو. جهڪر ٺڪرائي تي چٽيل چٽ، ڪاري يا ڳاڙهي رنگ جا آهن. ڪٿي ڪٿي ڳاڙهو يا ڳوڙهو ڳاڙهو (ناسي) رنگ اڇي ليءَ تي استعمال ٿيل آهي. عام چٽ، اڌ گول جهڙيون ليڪون يا پيچ (Loop)، هيري جي ڪٽين ۽ مڇيءَ جي ڇلر جهڙا لڳن ٿا. ڳاڙهن ٽڪن سان گول، ٿلهين ليڪن سان پن، ٿالهين جي ڪنن تي ور وڙ ڪريا پيچدار چوڪنڊا، منڊيئڙا ۽ هڪٻئي مٿان انگڙ ونگڙ ليڪون وغيره هن قسم جي ٺڪر جي سجاڳ آهن. سم واري پاڻيءَ ۾ 'ڪوئيٽا ويٽ ويئر' نمونې جو ٺڪر ملي ٿو جيڪو چانهون ۽ مهين جو دڙي مان به مليو آهي. شاهديون ٻڌائين ٿيون ته چانهونءَ جو دڙو، مهين جو دڙو ۽ جهڪر هڪ ئي دور ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪري رهيا هئا. پر جهڪر جو شهر وڌيڪ عرصو زنده رهيو. جو هتان ستين صدي عيسويءَ جون اوائلي اسلامي وٿون به مليون آهن. ڪچيون اڏاوتون، ٻڌن جو وهار، ٽامي جا سڪا، ننڍڙيون مورتيون ۽ مڻيا هن ماڳ جي عمر بابت ڄاڻ ڏين ٿا.

مشهور انگريز محقق وار وڪ ٻري (Warwick Bary) پنهنجي ڪتاب Dictionary of Archaoelogy ۾ لکي ٿو ته: "جهڪر جو دڙو پٿر جي پوئين دور جي تهذيب آهي. جيڪا سنڌو ماٿريءَ جي تهذيب مِٽجڻ بعد سنڌ جي ڪن حصن تي وجود ۾ آئي. جنهن جو بهترين مثال چانهونءَ جو دڙو آهي. جهڪر مان هٿ آيل شين مان، سنڌو تهذيب، بلوچستان ۽ وچ اوڀر جي تهذيب جي جهلڪ ملي ٿي. آخري تهذيب جي نشاني مهرن جي صورت ۾، ٽامي جي سُئين ۽ ڪهاڙيءَ جي ڦرجي صورت ۾ ملي آهي. هي ڪلچر ٻي صدي عيسويءَ جي وچ واري حصي تائين هتي زنده هو"

**جُهڪي** (ديهه): هيءَ تعلقي مٽياريءَ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهڏنو ساند، صالح درس، تاج محمد لغاري، واحد ڏنو انڙ، ڪنڊو انڙ ۽ عارف ڪتياڻ.

**جَهڳَرُ**: وڏي اجهاڳ پاڻي، جَهڳ ۽ جهاڳ واري پاڻي/درياهه جي اونهي پاڻيءَ کي 'جهڳر' چئبو آهي. هي ساڪري (ڪاري) جي لهجي جو هڪ اصطلاح آهي، جنهن جو مفهوم آهي، اُهي پهرجي ويل مينهون. جيڪي ساموندي ڪاريءَ يا درياهه جو وڏو اونهو پاڻي جهاڳي (اُڪري) آيون هجن.

جهڳر جهاڳي آئيون، مينهون ميهارن. (لوڪ شعر)

**جُهڳو**: ڪکائين گهر يا ڪکن ۽ سَرَن جي ٽوڻ مان ٺهيل اجهي کي 'جهڳو' چئبو آهي، جهڳو هڪ قسم جو ننڍڙو ڪکن پنن مان ٺهيل پونگيءَ نما گهر هوندو آهي، جيڪو عارضي طرح رهڻ لاءِ هوندو آهي. جهڳو، اصطلاحي طور "گهر" جي معنيٰ ۾ ڪم ايندو آهي. "جهُڳي" بابت سنڌيءَ ۾ ڪيترا اصطلاح ۽ پهاڪا مروج آهن. جهڙوڪ: (1) 'جهڳو جهڻ ٽيڻ،' (2) 'پنجابي ايڪ ته پائنج ڏون، جي ڏون ته اهو جهڳو، اهو تون' وغيره.

- مڇي مارڻ واري رَڇ جي هڪ قسم کي به 'جهڳو' چئبو آهي، جيڪو ست اٺ فوٽ سنهي سُٽ جو ٺهيل هوندو آهي. پشگيم جيڏو رڇ، جنهن کي مهاڻا ٺونين تي رکي پاڻيءَ ۾ اڇلائيندا آهن، ان کي به جهڳو چئبو آهي.

**جُهڳي**: قديم روايتي قسم جي هڪ اڏاوت، جيڪا ڪائين ۽ ڪکن وغيره کي سادي نمونې سوگهو ڪري جوڙي ويندي آهي. جهڳيءَ ۾ پوري پني گنجائش هوندي آهي ۽ وڏين قدرتي آفتن کي برداشت ڪرڻ جهڙي نه



هوندي آهي. هن ۾ در يا درين وغيره جهڙي ڪا به شيءِ نه هوندي آهي. اُس يا سرد هوا کان بچڻ لاءِ غريب ماڻهو ٺاهي رهن ٿا. جهڳيءَ ۾ بس هڪ پاسي کان هڪ سوڙهو ۽ ننڍو لنگهه هوندو آهي.

**جُهلَ**: اُٺ جي پُٺيءَ تي پاکڙي يا غاشيي وجهڻ مهل جهُل ٻڌبي آهي، جيڪا ڪپڙي جي ٺهيل هوندي آهي ۽ هيٺ تائين لڙڪندي رهندي آهي،



جُهل پاتل اُٺ

ان جي ڪنارن تي ٽونئر وغيره هنيا ويندا آهن. سِتارون ۽ مڻيا به هڻندا آهن. ٿر ۽ راجستان جا ماڻهو ڏڳن ۽ اٺن جا شوقين، ڏڳن يا اُٺن کي سينگار طور جهل ٻڌندا آهن.

**جِهلُ**[2] **(ڏٽ)** : هن ٻوٽيءَ جو تعلق پالڪ جي خاندان سان آهي، هيءَ عام طور ڪڻڪ سان گڏ ايرندي آهي، جنهن کي زرعي اصطلاح ۾ گندگاهه (Weed)چئبو آهي. هي پاڻ هرتو ٻوٽو ٻهراڙيءَ ۾ اڪثر ماڻهو ساڳ رڌي شوق سان کائيندا آهن. هن جي پنن ۾ وٽامن، لحميات، ڪئلشيم، لوهه، فاسفورس، نشاستو ۽ سٽي گڏگڏ ٿين ٿا. عام طور هن ٻوٽيءَ کي گل اچڻ کان اڳ، ان جي گوئنچن کي سائي ڀاڄيءَ طور استعمال ڪيو وڃي ٿو. جهل کي مٽرن ڦرين يا چڻن جي ڦوٽن سان گڏ پچائي کائڻ سان هاضمو درست ٿئي ٿو. هي جانورن لاءِ سائي



جهل (ڏٽ)

چاري طور پڻ ڪتب آندي وڃي ٿي. جهل ربيع جي موسم ۾ ٿئي ٿي. جهل جو قد ٻن کان ٽي فٽ ٿيندو آهي. جهل جا ٻه قسم ٿين، جنهن جا پن سنها ۽ ٻج جهلوڙو ٿئي، ۽ ٻي، جنهن جا پن ويڪرا ٿين ٿا.

جهل جي پچڻ بعد ان جي چوٽيءَ مان ٻج ڇڻي وڃي ٿو ۽ ايندڙ ڇهه ماهيءَ ۾ وري وڏي تعداد ۾ ڦٽي ٿو. جهل سياري جي فصلن ۾ پاڻ ڦٽي ٿي.

**جهَل** (**راند**) : **(ڏسو: ٻاري جهل، جلد ٻيون، ضميمو)**

**جهلا (ذات)**: هيءَ هڪ ذات آهي. هن ذات وارا اصل ۾ لس ٻيلي جا سما آهن، جن مان ڪافي لڏي اچي سنڌ ۾ ويٺا آهن. (ذاتين جي انسائڪلو پيڊيا ڪتاب موجب) سمن جي گونگا خاندان جي وڏي جو نالو ’جهلو‘ هو جنهن جي اولاد پاڻ کي وڏن جي نسبت سان ’جهلا‘ سڏايو ۽ ان نسبت سان ئي سندن ذات مشهور ٿي.

**جهلاوان**: بلوچستان جي هن علائقي ’جهلاوان‘ جو بنياد سترهين صديءَ ۾ پيو. 1853ع ۾ انگريزن هن علائقي کي سنڌ ۽ بلوچستان جي دنگ جو علائقو قرار ڏنو هو. جهلاوان يا جهالاوان جي ڏکڻ ۾ قلات، اتر ۾ ساراوان، اولهه ۾ ڪڇي جا ميداني علائقا ۽ سنڌ جڏهن ته اوڀر ۾ مڪران ۽ خاران جا علائقا اچي وڃن ٿا. مولائي شيدائي مرحوم پنهنجي ڪتاب ”بلوچستان جي مختصر تاريخ“ (1941ع) ۾ جهلاوان جي تعريف هن ريت ڏني آهي: ”مڪران کان مٿي جهلاوان جو علائقو آهي. هن جي پکيڙ 16 هزار چورس ميل آهي. منجهس سهراب، زهري، ٻگوانا، خضدار، زيدي، ڪاپار، وڍ ۽ نال علائقا اهم آهن. سڄي ملڪ ۾ جبلن جون شاخون آهن، جي هالا، هربوئي، دئووار سڏجن ٿيون. سهراب جو علائقو زرخيز آهي. جبلن جي دامن ۾ ميوات گهڻي ٿئي ٿي. نال سمنڊ جي سطح کان 4100 فوٽ مٿي آهي. نال، وڍ ۽ خضدار مکيه شهر آهن.“

جهلا وان بلوچستان جي اهم وادي آهي. قلات، جدر (Gidar)، ٻاگوانا، زهري، فيروزآباد ماٿري، وڍ، نال، سارونا، جئو (Jau) ۽ شڪئي نديءَ وارا علائقا هن ۾ اچي وڃن ٿا. جهلاوان ۾ خضدار، بلوچستان جو ٻيو نمبر وڏو شهر آهي. بلوچستان گزيٽيئر موجب جدگال هن علائقي جا قديم باشندا آهن، جيڪي اصل نسل ۾ سنڌي آهن. جدگالي جت/ جاٽ به سڏائيندا آهن. سندن ڪيترا پاڙا آهن، جهڙوڪ: مير واڙي علائقي جا ڪورڪ يا فرڪ، چڪوءَ جا ڄام ۽ ڄتا، مولالڪ جا ڄام، باغبان جا جانتواني، زهريءَ جا رئيس، ساسولي ۽ فيروزآباد (خضدار لڳ) جا مردوئي مينگل، سي جدگالي آهن. جدگالي خود جتن جو پاڙو آهي. اڳتي هلي انهن مان ڪن قبيلن پاريڪو، نال ۽ ڪي بزنخو علائقن مان هجرت ڪري هتي آباد ٿيا، ڪي وري ڪڇي جي ميداني علائقي ۽ پنجاب ڏانهن لڏي ويا. جهلاوان/ جهالاوان جي ٽي ڀاڱي چار آبادي لاڏائو قبيلن تي مشتمل آهي. جيڪي گهڻو ڪري مالوند ماڻهو آهن، جيڪي جتي مال جو چارو ڏسن، اوڏانهن لڏين. آڪٽوبر ۽ نومبر ڌاري سنڌ ڏانهن به رخ ڪن ٿا. اتي ڪڇي جي علائقن ۾ ڪين مال لاءِ گاهه پنوجام مليو وڃي ۽ پوءِ ڪڻڪ جي لاباري مهل لابارو به ڪن. مارچ ڌاري وري پنهنجن ماڳن ڏي موٽن ٿا.

مٿئين ۽ وچين جهلاوان جا لاڏائو قبيلا مولا لڪ ۽ گاجي لڪ ذريعي سنڌ ۾ ايندا آهن. ڪي ڪيرٿر جي لڪن مان گذري ايندا آهن. سارونا ۽ خدراني جي علائقي وارا سيوهڻ کان لاڙڪاڻي تائين جي ڪڇي واري علائقي ڏانهن، جڏهن ته ميرواڙي علائقي وارا گهڻو ڪري لس ٻيلي ۽ ڪراچيءَ جو رخ ڪندا آهن. هنن جا رشتا قديم وقت کان سنڌين سان رهيا آهن ۽ اڄ به سنڌين سان سڱاوتي ڪن ٿا. پوءِ جن وٽ پنهنجو ٻني ٻارو ٿي پوي، اهي هجرت ڪونه ڪن. پر ٻهار جي مند ۾ مستقل رهندڙ ماڻهو به پنهنجو مال ڪاهي هجرت ڪن ٿا. اهڙي رسم کي هي ’هتم خواري‘ سڏين ٿا. علائقي جي غير آباد هجڻ سبب ٻاهران ماڻهو گهٽ ايندا آهن. پر خاران جا ڪجهه رخستاني ۽ مري ڪڇي علائقي کان لڏي هتي اچي آباد ٿيا آهن. هتي ’براهوي‘، ’مغربي ۽ مشرقي بلوچي‘، ’جدگالي‘ ۽ ’لوهڙي چيني‘ ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون.

جهالاوان ۾ هر قبيلي جو پنهنجو سردار آهي، جيڪو گهڻو ڪري پشت به پشت هلندو رهي ٿو. 1901ع ۾ هتي جي ڪل آبادي 52،751 هئي. اها آبادي ٻاهرين جي اچڻ ڪري وڌي وئي آهي. هي اڪثر ڪري مسلمان آهن، پر هتي ڪي هندو به رهن ٿا. هتي مزارن ۽ قبرستانن جي ٿورائي آهي. مزارون اڪثرساديون آهن. گهڻو ڪري لوڙهي جي اندر قبر ٿئي ٿي. قبرستان گاري جي اوساريءَ سان چوڪنڊي ٺهيل هوندي آهي. عام طور مزار تي ڇٽا ۽ گهنڊ گهڙيال لڳل هوندا آهن. پير ڪمال شاهه جي مزار، جيڪا نورگامان (زهري

ضلع) ۾ آهي يا پير سلطان عارفي، خضدار ۾ پير عمر، مولا لڪ وٽ پير ڪمال شاهه ۽ پير لاکي جون پڪيون مزارون آهن.

**جهلري**: رليءَ جي مٿين پُڙ کي ’جهلري‘ چئبو آهي. هي عورتن جو هنر آهي، جيڪي مختلف رنگن واري ڪپڙي جا هڪ جيڏا ٽڪرا ڪٽي، ترتيبوار پاڻ ۾ جوڙي جهلري ٺاهينديون آهن. هنرمند عورتون پنهنجي فن جي ڪماليت سان جهلريءَ ۾ خوبصورتيءَ خاطر وڻن، جانورن، پکين ۽ عمارتن جا نقش پڻ ٺاهينديون آهن. جهلري ڊيگهه ۾ ساڍن ڇهن فوٽن کان ست فوٽ، ويڪر ۾ ساڍن ٽن فوٽن کان چار فوٽ ٿئي. رليءَ جي خوبصورتيءَ جو دارومدار جهلريءَ تي هوندو آهي.



جهلري (رليءَ جي مٿين پڙ جو نمونو)

**جُهلڻ** (ذات): جهلڻ ذات وارا پنجاب ۾ رهندڙ ڀٽي جٽن مان راءِ گاجُن جو اولاد آهن ۽ انهيءَ جو هڪ قبيلو پڻ ’جُهلڻ‘ سڏجي ٿو.

**جهلٽو**: غسل ڪرڻ لاءِ ٺهيل مخصوص جاءِ کي ’جهلٽو‘ چيو ويندو آهي. ٻهراڙين ۾ مرد عام طور تي ٻاهر غسل ڪندا آهن، جڏهن ته عورتون پردي ۾ غسل ڪنديون آهن. غسل لاءِ ٺهيل ’جهلٽو‘ چئن کان پنج فوٽ ويڪرو ۽ چئن کان پنج فوٽ ڊگهو هوندو آهي، جڏهن ته جهلٽو اوچائيءَ ۾ ماڻهو جي قد کان فوٽ کن مٿي هوندو آهي. جهلٽو اڪثر مٿان ڍڪيل نه هوندو آهي پر ڪي ڪي مٿان ڍڪيل به هوندا آهن. جهلٽي جي ديوار مان تَر وٽان پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ سوراخ يا پائپ لڳل هوندو آهي.

**جَهلو** (ديهه): جيڪب آباد، ڄامشوري ۽ دادو ضلعن ۾ ديهون. تعلقي ڪنڌڪوٽ جي ديهه جهلي ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

امام بخش نندواڻي، ڀڊو چولياڻي، فضل محمد، ٻانهون خان، عبداللطيف ڪوسو، مولا بخش نندواڻي، گندُو نندواڻي، عبدالله ڪوسو ۽ محمد خان ڪوسو.

تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ ساڳئي نالي سان موجود ديهه ۾ ڪو به ڳوٺ نه آهي.

**جَهلوُجا** (پاڙو): جهلوجا، سمن جو هڪ پاڙو آهي، هن پاڙي مان جان محمد جهلو (شهدادپور)، ڏور بيت جو مشهور سگهڙ ٿي گذريو آهي.

**جِهلورِي** (ديهه): ضلعي ميرپورخاص جي ساماري تعلقي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ محبت خان ڪيري ۽ اوطاق عبدالله خان ڪيري ڳوٺ شامل آهن.

- جمڙائو ۽ پٿوري جي وچ ۾ هڪ ريلوي اسٽيشن جو نالو به جهلوري آهي.

**جَهلي**: هڪ قسم جو وڏو وِڇڻو آهي جنهن ۾ هڪ مضبوط ڪپڙي جو ٽڪر هڪ ڪاٺي يا تختي چڙهيل يا ڪنهن ٻئي وسيلي ڪوڪن سان سوگهو ڪيل هوندو آهي، ان جي ڪاٺيءَ ۾ ٻن ڇيڙن وٽ رسا/ڏوريون وجهي ڇت ۾ ٻڌل ڪُنڊن ۾ ٻڌبو آهي ۽ ان کي هلائڻ يا ڇڪڻ لاءِ ڪاٺ ۾ لڳل ڪنڊن ۾ ٻڌل ٻن ڏار ڏار رسن کي ٿوري فاصلي تي گڏائي ٻڌي، بعضي سڌي هٿ سان، بعضي ان سي کي پُليءَ جي مٿان ورائي ڇڪبو آهي اهڙي ڇڪ سان ڪاٺي ۽ ان تي چڙهيل يا لڳل ڪپڙو اڳتي پوئتي ٿيڻ سان پکي جيان هوا ڏيندو آهي. جيڪو ڇت ۾ ٽنگيل هوندو آهي. ان کي لوڏڻ سان هيٺ ويٺل ماڻهن کي هوا لڳندي آهي، ان کي جهلي چئبو آهي. جهليءَ کي لوڏڻ لاءِ ان جي وچ ۾ نوڙي يا رسو ٻڌل هوندي آهي، جنهن کي هڪڙو ماڻهو هوا لڳڻ لاءِ لوڏيندو آهي. هوا هڻڻ جو اهو پراڻو طريقو آهي، پراڻي وقت ۾ خاص طور بادشاهن ۽ وڏن ماڻهن لاءِ گهرن توڙي دفترن ۾ استعمال ٿيندو هو. هن وقت اهو رواج ختم ٿي رهيو آهي، ڇا ڪاڻ ته اڄڪلهه تقريباً هر هنڌ بجلي اچي وئي آهي.



هٿ سان هلندڙ جهلي

اتر سنڌ ۾ سخت گرميءَ جي مند ۾ ماڻهو رات جو ٻاهر اڱڻ تي سمهندا آهن. ٺٺنڪري ڪڇهه ضلعن جي ٻهراڙين ۾ هڪ ٻئي قسم جي وڏي جهلي ٺاهي استعمال ڪئي ويجي ٿي. انهن علائقن ۾ شڪارپور، غوثپور، جيڪب آباد، ڪنڌڪوٽ جون ٻهراڙيون شامل آهن. جهلي جو ٻيو قسم گول ڦرڻ واري جهلي آهي، جنهن ۾ ڪاٺيءَ جي ٽڪساٽ سان گڏهه کي ٻڌي ان کي ڦيريو ويجي ٿو، مٿان جوڙيل ڪاٺ يا ڪاٺين مٿان رليون ٽنگيل هونديون آهن جيڪي ڦرڻ سان هيٺان ستلن يا ويٺلن کي هوا رسائين. اهو سڄو آڏاڻو چڪرين جي آڌار تي ڦرندو آهي جنهن جو سرشتو نار جي ٻن چڪرن واري نموني تي ڪم ڪندو آهي.

**جهلي ڪلواڙي** (ديهه): تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جهلي ڪلواڙي، بلوچ ۽ دلدار احمد ڪلوڙ.

**جهم**: ڌرتيءَ جي مٿاڇري سان واسطو رکندڙ پرڪار، جيڪو آس پاس جي زميني سنوت کان هيٺ يا نميل هجي، ان کي ’جهم‘ چئبو آهي. اهڙي صورتحال سنڌ ۾ هڪ کان وڌيڪ هنڌن تي هئي ۽ آهي، انڪري هتي جهمون به هڪ کان وڌيڪ آهن. هر هڪ جهم جي بيهڪ الڳ هئڻ ڪري انهن سان لاڳاپيل تاريخي، ثقافتي، جيالاجيڪل بيهڪ (Geological Situation) به مختلف آهي. جهمپير جي اتر کان وٺي ڪرهل/ ڪرگل نالي تاريخي خطي، (جيڪو ڏکڻ ۾ هو.) تائين جيڪا لهواري/ نشيبي پٽي آهي، جنهن ۾ موجوده ڪينجهر ۽ سونهري ڍنڍون به اچي وڃن ٿيون، ان علائقي کي جهم ۾ شامل سمجهيو ويجي ٿو. ممڪن آهي ته سونڊا ۽ ٺٽي جي ڪا پسگردائي به ان جو حصو هجي.

**جهمٽ** (تال): هي دهل وڄائڻ جو تال آهي، جيڪو وهول کان پوءِ وڄائيندا آهن. هي تال ناچ تال آهي، جيڪو درت لئي ۾ وڄندو آهي. اڳي دهلاري، دس ۾ جهمٽ تال کان پوءِ بندرا بني تال وڄائيندا هئا، پر هاڻي ڌمال وڄائين ٿا. هي ڇهن ماترائن جو تال آهي. ان جا ٻول آهن: ڌن ته گدڪ- تن ته گدڪ.

**جهمٽ مل ٽلواڻي**: سنڌ جو مشهور تعليمدان، مضمون نگار ۽ ليکڪ جهمٽ مل ٽلواڻي، 25 ڊسمبر 1922ع تي ضلعي حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. شروعاتي تعليم حيدرآباد مان حاصل ڪيائين. سندس ڪافي رچنائون شايع ٿيون. ورهاڱي کان پوءِ هندستان لڏي ويو، جتي ’جوت‘ (1972ع) رسالي جو

چيف ايڊيٽر رهيو. تعليمي ميدان ۾ به وڏي جاکوڙ ڪيائين. ”راجستان سنڌي ساهتيہ اڪيڊميءَ“ جو وائيس چيئرمين ۽ ”ٽيڪسٽ بڪ ڪميٽيءَ“ جو ميمبر هئڻ سان گڏ ٻين ڪيترين تعليمي ادارن ۽ تنظيمن جو عهديدار رهيو. آدرش هائير سيڪنڊري اسڪول جو پرنسپال به رهيو اجمير ۾ رهندو هو.

**جهمٽ مل خوبچند پاوناڻي:** سنڌي ٻوليءَ جو مشهور ليکڪ جهمٽ مل خوبچند پاوناڻي، 1905ع ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ڄائو. هن تعليم ٻه هتي حاصل ڪئي. ورهاڱي کان پوءِ بمبئيءَ ۾ وڃي رهيو جتي وڪالت شروع ڪيائين. 1954ع ۾ سنڌس ٻه مشهور ڪتاب ’ڇند سڱنڌ‘ ۽ ’عطر عروض‘ ڇپيا. ’عطر عروض‘ سنڌي ۽ اردو شاعريءَ جي علم عروض بابت آهي، جڏهن ته ’ڇند سڱنڌ‘ سنڌي شاعريءَ جي ڇند تي لکيل جدا جدا صنفن: دوهي، سورٺي وغيره جي وزن ۽ فن تي لکيل آهي. 1974ع ۾ جهمٽ مل جي ڪهاڻين جو ڪتاب ’پنج گنج‘ ڇپيو. سندس لکيل ڪتاب ’ڍولا مارو‘ 1956ع ۾ ڇپيو جيڪو ڍولا ماروءَ جي لوڪ ڪهاڻي تي آڌاريل آهي. ان کان سواءِ منتخب شاهه جو رسالو ’ڪامل جو ڪلام‘ ۽ ’آيت جي اوٽ‘، (شاهه لطيف جي رسالي بابت) نالي ڪتاب ڇپيل اٿس. 1977ع ۾ سندس ٻن ڪهاڻين تي مشتمل ڪتاب ’خون ڪستوري‘ ڇپيو جنهن ۾ هڪ ڪهاڻي حيدرآباد ۾ پنجاهه سال اڳ ٿيل خون جي واقعي تي ۽ ٻي ڪهاڻي ساڳئي دور ۾ ’ڍگهڙيءَ‘ ۾ قتل جي واقعي تي لکيل آهي. جهمٽ مل خوبچند هڪ بهترين ليکڪ سان گڏ هڪ بهترين وڪيل به هو.

**جهمٽ مل نارومل وسناڻي:** جهمٽ مل نارومل وسناڻي، سنڌ جو اهو عالم آهي، جنهن سڀ کان اڳ سنڌي ٻوليءَ جو سنڌيءَ ۾ گرامر لکيو. جنهن جو نالو ’نئون سنڌي وياڪرڻ‘ رکيائين، جيڪو 1892ع ۾ ڇپيو هن نه رڳو سنڌي گرامر جو هيءُ ڪتاب لکيو پر ان کان اڳ 1886ع ۾ ’وُيُتپتي ڪوش‘ نالي لغت به ڇپرايائين، جنهن ۾ هن سنسڪرت سنڌي لفظن جا بنياد ڏنا آهن. هيءُ ڪتاب سنڌ ۾ ورهاڱي کان پوءِ به ٻه دفعا ڇپيو آهي. جهمٽ مل وسناڻي هڪ وڏو وِدوان هو. سنسڪرت توڙي پارسيءَ جو چڱو ڄاڻو هو. پهرين سرڪاري هاءِ اسڪول شڪارپور ۾ فرسٽ اسسٽنٽ ماستر ٿيو ۽ نوڪريءَ جي پڇاڙيءَ ۾ سرڪاري بوڪ ڊيپو جو ڪيوريٽر (Curator) مقرر ٿيو ۽ ان عهدي تان 1902ع ۾ رٽائر ڪيائين. هن پنج عالماڻا ۽ ڪارائتا ڪتاب لکيا، جن مان اهم ڪتاب ”سنڌي وياڪرڻ“ آهي، جيڪو حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج جي شاگردن ۽ هاءِ اسڪول جي مٿين درجن لاءِ ان دور ۾ سنڌ سرڪار منظور ڪيو هو. هن ڪتاب تيار ڪرڻ ۾ جهمٽ مل وسناڻيءَ ’سنسڪرت وياڪرڻ‘ ۽ ڊاڪٽر ٽرمپ جي گرامر کي آڌو رکي لکيو. جهمٽ مل جو ڪتاب ’وُئتپتي ڪوش‘ اشتقاقي لغت (Etymological Dictionary) آهي، جنهن ۾ سنسڪرت بنياد وارا لفظ ڏنل آهن. هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ 1964ع ۾ ٻيهر ڇپايو. وسناڻيءَ جو ٽيون ڪتاب ’هتوپديش‘ سنسڪرت مان ترجمو ڪيل اخلاقي آکاڻين جو پستڪ هو. هيءُ ڪتاب آڳاٽي سنسڪرت جي ڪتاب ’پنج تنتر‘ جي طرز جو هو. جنهن جو اختصاري ترجمو پروفيسر نارائڻ داس ٻليچا بمبئيءَ مان ڇپايو هو. جهمٽ مل جو چوٿون ڪتاب ’شاهه جا بيت‘ 1895ع ۾ ڇپيو. هيءُ ڪتاب مئٽرڪ جي نصاب تي رکيل هو. 67 صفحن جي متن واري هن ڪتاب ۾ لفظن جي معنيٰ ۽ تشريح ڏنل آهي. جهمٽ مل جو پنجون ڪتاب ’ديسي حساب جو ڪتاب‘ هو جيڪو تعليم کاتي ڪراچيءَ 1890ع ۾ شايع ڪرايو هو.

**جُهمِٽي**[1] **(ٻيڙي):** جهمٽي، ٻيڙيءَ جو هڪ قسم آهي، جنهن جي ڊيگهه هڪ سؤ فوٽن تائين هوندي آهي. هيءَ ٻيڙي هُونئن ته عام ٻيڙين وانگر هوندي آهي، پر ماضيءَ ۾ هن کي ريشمي پردن، غاليچن ۽ طول وهاڻن سان سينگاري رکندا هئا. هن ٻيڙيءَ ۾ خاص خدمتگارن لاءِ به جدا خانو ٺهيل هوندو هو. اڳي هن قسم جي ٻيڙي خاص بادشاهن ۽ اميرن جي سواريءَ يا سير ڪرڻ لاءِ تيار ڪئي ويندي هئي. هن کي هلائڻ لاءِ ڇهه اوليون هونديون آهن، هر هڪ اوليءَ کي پنج پنج خلاصي موڙيندا آهن. هن قسم جون ٻيڙيون هاڻي ٻه مغلپين ۽ ڪراچيءَ ۾ ٺهنديون آهن.

ميرن جي دور ۾، جهمٽي ’شاهي‘ يا سرڪاري ٻيڙيءَ کي چيو ويندو هو. جيڪا هميشه سينگاريل هوندي هئي. مير بحر اڇا ڪپڙا ۽ سرڪاري طور مليل رنگارنگي ٽوپي پائيندا هئا. جهُمٽين جي پاڇيل مٿان وڏيون ڳاڙهيون بيرڪون پيون ڦڙڪنديون هيون. ’آڳيل‘ ۾ هڪڙو قرمچي رنگ جو ننڍڙو سهڻو شاميانو لڳل هوندو هو. جنهن ۾ حاڪم شان ۽ شوڪت سان ليٽيل هوندو/ هوندا هئا ۽ ٻئي پاسي ڪاٺ جي هڪڙي ڪشادي ڪمري ۾ خدمتگار ويٺل هوندا هئا. مٿاهين هنڌ تي سڪاڻي ٻيٺل هوندو هو. اهي ٻيڙيون 120 فوٽ ڊگهيون ۽ ساڍا ارڙهن فوٽ ويڪريون هونديون هيون. ٻيڙي کي ڇهه ڱن هوندا هئا ۽ هر هڪ ڱن کي پنج خلاصي موڙيندا هئا. اهي ٻيڙيون پڪي ساڳ مان، مغلپين ۾ ٺاهيون وينديون هيون. هي ٻيڙيون گهڻو ڪري حيدرآباد ۽ خيرپور جا ٽالپر حڪمران استعمال ڪندا هئا.

**جُهمِٽي**[2] **(ڳهه):** هيءُ ڪَنن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه آهي جنهن کي جهامٽي والي به چوندا آهن. جهمٽي ڦُل ۽ واليءَ جي نموني تي ٺهندي آهي، جنهن ۾ ٽي چمڪڙيون يا وري پندرنهن، سورنهن ننڍڙيون مڇليون لڙڪيل هونديون آهن. اهي گهڻو ڪري چانديءَ مان ٺهنديون آهن، پر ڪي ماڻهو سون جون جهمٽيون به ٺهرائيندا آهن. هيءُ ڳهه ننڍيون نينگريون پائينديون آهن ۽ اڪثر سڄي سنڌ ۾ رائج آهي.



جهمٽي ڳهه

**جهمپير:** ضلعي ٺٽي جو اهم شهر، جيڪو عربن جي سنڌ تي ڪاهه وقت به آباد هو ۽ محمد بن قاسم جي لشڪر هتي حملو ڪيو هو. اصل ۾ هيءَ بستي ”جهم“ جي قديم تاريخي نالي سان آباد هئي، جنهن ۾ پوءِ اسماعيلي خواجن جو داعي امير پير دفن ٿيو. جنهنڪري ”جهم پير“ طور شهر جو نالو مشهور ٿيو هن شهر ۾ امير پير جو قبو هڪ ٽڪريءَ تي آهي. امير پير جي قبر جبل جي هڪ غار ۾ آهي،



جنهن تي هر سال ميلو به لڳندو آهي. جهمپير ڪراچيءَ کان ڪوٽڙيءَ
ويندڙ ريلوي لائين تي اسٽيشن آهي. هن جي ويجهو گرم پاڻيءَ جو چشمو
۽ ڪوئلي جي کاڻ به موجود آهي. خيال آهي ته هيءَ قديم بستي هئي.
شايد ٺٽي کان نيرون ڪوٽ ڏانهن ويندڙ شاهراهه تي هئي، جتي قافلا منزل
ڪندا هئا. هتي ڪجيءَ جا تمام گهڻا وڻ هوندا هئا، جيڪي لاڳيتن
سوڪهڙن ۽ برساتن نه پوڻ ڪري اڪثر ختم ٿي ويا آهن. هتي ڪجيءَ جي
وڻن مان اڇو رس ڪڍندا آهن، جيڪو کٽو ۽ نشيدار هوندو آهي، جنهن کي
'تاڙي' چوندا آهن. ان تاڙيءَ جو ذڪر شيخ اياز پنهنجي نثر ۾ ڪيو آهي.



جهم ڪوٽ واري شو مندر جي ماڳ تي پوڄاري پوڄا ڪندي

جهمپير اسٽيشن وٽ 1373هه/ 1954ع ۾ خيبر ميل ريل سان هڪ
دردناڪ حادثو ٿيو، جنهن ۾ سوين ماڻهو سڙي مري ويا هئا. جهمپير جو
ذڪر ڪيترن ئي شاعرن پنهنجي شاعريءَ ۽ ڪهاڻين ۾ آندو آهي. انهن ۾
حسن درس، رسول بخش درس، حليم باغي، ڪوي خير محمد، وسيم سومرو،
سردار شاهه ۽ ٻيا شامل آهن.

**جهم جو شِوَ مندر:** جهم ڪوٽ/هم ڪوٽ جي اندر اوير ڏکڻ ڪنڊ تي
مکيه دروازي جي ڀرسان شِوَ جو مندر آهي. هن هنڌ تي شِوَ ۽ سندس لنگ جي
پوڄا جو ذڪر تحفة الڪرام ۾ ٻين تاريخن ۾ ملي ٿو هي تاريخي مندر صدين
کان وٺي اڄ به پوڄا پاٺ لاءِ استعمال ٿئي ٿو سنڌ ۾ جيئن ته شِوَ جي پوڄا جي
شاهدي هڙپا دؤر جي هڪ مهر مان ملي ٿي، جنهن ۾ شِوَ ديوتا کي پسو پتي
يعني حيوانن جو مالڪ ۽ پالڻهار ڏيکاريو ويو آهي. شِوَ ديوتا جي هڪ علامت
ڏڳو به آهي، ڏڳو زراعت سان تعلق رکي ٿو آرين جي اچڻ کان اڳ سنڌ جا
ماڻهو بنيادي طرح پوکي ڪندا هئا. اهڙيءَ طرح شِوَ لنگ جي پوڄا آرين کان
اڳ سنڌ ۾ موجود هئي. رگ ويد ۾ شِوَ ديوتا جو نالو نه ٿو ملي، پر هڪ قبيلي
شِوَ جو نالو ملي ٿو جيڪو سنڌو درياهه جي آسپاس رهندو هو اهو سمجهيو
وڃي ٿو ته شِوَ جي پوڄا ننڍي کنڊ ۾ سنڌو درياهه جي آسپاس ٿيندي هئي. شِوَ
پرستي ساڍن ٽن چئن هزار سالن کان سنڌو ماٿريءَ جي قديم تهذيبي علائقن
۾ رهي هئي". شِوَ پرستن وٽ هيءَ خوفناڪ ديوتا سموري مخلوق جو مالڪ،
بدڪردارن کي ناس ڪندڙ، بغض، نفرت، شيطانيت ۽ بيمارين جو خاتمو
ڪندڙ آهي. هن کان شفايابي جون دعائون گهريون وينديون هيون. هوندئن به
اڪيلي شِوَ جي پوڄا تمام گهٽ ڪئي ويندي آهي. عام طرح ان جي پوڄا
لنگ (لنگم) جي شڪل ۾ ۽ ان جي زال پاربتيءَ جي پرستش 'يوني' جي
شڪل ۾ ٿيندي آهي، جيڪا سوين سالن کان اڄ به "جهم ڪوٽ" اندر قائم
مندر ۾ جاري آهي. جهم ڪوٽ جو هي مندر هتان جي مقامي ڳاڙهي پٿر جو
جڙيل آهي، جنهن جي طرز تعمير ننگرپارڪر ڀرسان جين مندرن جي اڏاوت
سان مشابهت رکي ٿي. موجوده وقت ۾ مندر مٿان سيمينٽ جي پلستر ۽
رنگ جي ڪري ان جو اصلي رنگ ۽ هيئت ختم ٿي وئي آهي. مندر اندران
بلڪل ننڍڙو مهراج جي مورتي شِوَ لنگ سان گڏ گڻيش مهراج جي سرڪٽيل
9 انچ ڊگهي مورتي رکيل هئي. گڻيش جي اها مورتي هتان ڪوٽائي ڪندي
هٿ آئي هئي، چيو وڃي ٿو ته ڪنهن پوڄاريءَ اها مورتي بعد ۾ ڪينجهر ڍنڍ
جي پاڻيءَ حوالي ڪري ڇڏي. هن علائقي ۾ گڻيش جي مورتيءَ جي
موجودگيءَ مان لڳي ٿو ته هتي گڻ پتي به رهندا هئا، جو هتي هڪ علائقي کي
'گڻيش پٽ' يا ٽڪري سڏيو وڃي ٿو.

شِوَ جو هي مندر ۽ اوائلي زماني ۾ درياهه جي ڪپ تي هو پر اڄ به
ڪينجهر جون ٽڏون ٽانهريون ڇوليون مندر جي ڏاکڻ کي پسائين ٿيون،
جيتوڻيڪ موجوده وقت به مندر پاڻيءَ جي سطح کان پنجاهه فوٽ مٿي
آهي. مندر جي سامهون اوير طرف ڪينجهر جي ڪناري تي مرد ۽ عورت،
زيارتين لاءِ غسل خانا جوڙيل آهن. جيڪي ڪافي پوءِ جا لڳن ٿا. البت
انهن پراڻن غسل خانن ۾ لڳل ڪاشيءَ جون سرون اڄ به جاذب نظر آهن.

**جُهمرِ:** هيءَ سنڌي لوڪ ناچ جو هڪ قسم آهي. سنڌ ۾ آباد مڙني قبيلن
۽ ذاتين جا فرد خوشيءَ جي موقعن تي جُهمر هڻندا آهن. جُهمر هڻندڙ دهلن
جي تال تي گول دائري ۾ بيهي ٻانهون اڏ اڀيون ڪري، ساڄي پاسي ڪُلهن
جي سامهون آڻي، آڱرين جون چوٽيون پنهنجي پاسي موڙي يڪدم ڪٽي
سامهون ڪندا آهن. مُنهن جي سامهون بيهي هٿ آڻي، اِرڪن وٽ ٻانهن جي
ڳوني ڪنڊ ٺاهي، رڳو هٿن کي اندرين پاسي گول ڦيرائيندا نچندا ويندا



جهمر ناچ

آهن. اهڙيءَ ريت ڪابي پاسي ڪلهي وٽ "تال" پورو ڪري وري اڃي منهن
سامهون هٿن کي گول چڪر ڏيندا آهن. جهمر مختلف ذاتين ۽ قبيلن جي
حوالي سان سڃاتي وڃي ٿي، جيئن: پناڻڪي جُهمر، جتڪي جهمر،
بلوچڪي جُهمر، مڪراني جُهمر، سنڌي سماٽڪي جُهمر، ٿري جُهمر، جابلو
جُهمر وغيره. ان ڪانسواءِ جُهمر جا ڪجهه نالا انداز ۽ معيار تي به ٻڌل آهن.
جن ۾ سنڌڙ جهمر اهم آهي، جنهن ۾ تال (تنت، تنت، ڏن، ڏنڻ ڏا تا. تن) به
دفعا ورجائبو جهمر جا ٻيا اهم هيٺيان قسم آهن:

**ٽه تاڙي جهمر:** هن جهمر ۾ تاڙي وڄائيندي نرڙ تي سلام واري انداز ۾ هٿ
رکي، هيٺ جهڪي وري تاڙي وڄائي مٿي ٿي، وري تاڙي وڄائبي آهي.
هن جهمر ۾ هرهڪ تال تي ٽي دفعا ٽي تاڙي وڄائين. انهيءَ ڪري هن کي
ٽه تاڙي جهمر ڪوٺين.

**پَلي کپڻ واري جهمر:** هن جهمر ۾ هٿن کي اهڙيءَ ريت ورائين جڻ ته چٽن جي فصل جي پَلي ڪپي رهيا هجن.

**جَهَمت جهمر:** هيءَ عام جهمر کان ٿوري مختلف ٿئي، هن جهمر ۾ ناچ ڪندي، هيٺ زمين تائين جهڪي پوءِ مٿي اُٿبو آهي.

**ڌرتيءَ تي ليٽي نغزه هڻڻ:** ٻه چار ماڻهو ڌرتيءَ تي گوڏا ڪوڙي ويهندا آهن. جڏهن نغزه شروع ٿيندو آهي، تڏهن ٻئي هٿ ڪٽي ڪنن جي پاپڙين (چوٽين) ۾ وجهندا آهن ۽ نغزه هڻندي هڻندي ارڪن تي ليٽي پوندا آهن. بعد ۾ ڪنهن مهل سڄي ڪن جي پاپڙي پيا زمين تي رکندا آهن ته ساڳئي وقت ڪاهي ڪن جي پاپڙي ٻئي آواز تي پيا زمين تي رکندا. ايئن ڪندي ڪندي نغارن کي وجي ويجهو پوندا آهن ۽ اُتي پهچڻ بعد پويان پير ڪندا آهن. سندن زبان مان صرف هي لفظ پيا نڪرندا: ”هي نغزه... هي نغزه. تي هي نغزه“.

**ڏٽڪي جهمر:** هن جهمر ۾ ٻئي هٿ ملائي تاڙيءَ جو تال ڏيندا آهن ۽ ڌڙ کي گهٽو جُهڪائي وري مٿي ڪڍندا آهن.

**ڏاڪي چوهه جهمر:** هن جهمر ۾ هرهڪ جهومريءَ وٽ ٻه ڏانديا هوندا آهن. سڀ جهمر هڻندڙ گول دائري ۾ بيهي ويندا آهن. جهمر شروع ٿيڻ وقت پهريائين



ڏاڪي چوهه جهمر

پنهنجي ڏونڪي کي پاڻ ۾ ٽڪرائي پوءِ ڪاهي هٿ واري ڏاڪي کي پنهنجي ڪاهي پاسي واري جهمر هڻندڙ جي ساڄي هٿ واري ڏاڪي سان ٽڪرائيندا آهن. پوءِ ساڄي هٿ واري ڏاڪي کي ساڄي پاسي واري جهمر هڻندڙ جي ڪاهي هٿ واري ڏاڪي سان ٽڪرائين. بعد ۾ ڪاهي هٿ واري ڏاڪي کي ساڄي پاسي واري جهمر هڻندڙ جي ساڄي هٿ سان ۽ ساڄي هٿ واري ڏاڪي کي ڪاهي پاسي واري جهمر هڻندڙ جي ڪاهي هٿ واري ڏاڪي سان ٽڪرائيندا. اهڙيءَ طرح جيئن ٻئي ٻانهون هڪبئي تي ڪينچيءَ مثال ٿين، بعد ۾ پنهنجا ڏاڪا سيني جي سامهون ٿورو جهڪي ٽڪرائيندا آهن.

**رَهڪي (ڀوڪ) راڏڻ واري جهمر:** هيءَ جهمر ملتان جي سرائڪي پٽيءَ مان آيل ذاتيون سنڌ ۾ هڻنديون آهن.

**ڦيري واري جهمر:** هن ۾ وري ٽڪڙي ڦيري پائي پوءِ تال شروع ڪندا آهن.

**ڪنڌي ڪڍڻ واري جهمر:** هن جهمر ۾ گول ڦرندي تال تي تاڙي هڻي، هيٺ جُهڪي هڪ پير جي ڪڙي مٿي ڪري منڊڪائي ڪنڌ ڪڍي ٻئي پير زمين تي ڪوڙي گوڏي تي هٿ هڻي ڪنڌي نڪرڻ جا ٻول چئي وري ورجاءُ ڪندا آهن.



لنڊن ۾ رهندڙ سنڌي ڦيري واري جهمر هڻندي

**گول دائري ۾ نغزه هڻڻ:** هن نغزه ۾ هڪڙو مُهري (مُهَڙ وارو يا شروعات ڪندڙ) هوندو آهي، جو نغزه جا بند چوندو رهندو آهي ۽ ٻيا رڳو ”هي نغزه - هي نغزه - تي هي نغزه“ چوندا رهندا آهن. نغزه هڻڻ وقت واري پيري سان جهُڪي ڪاهي ۽ ساڄي ڏسٽي آگرجو اشارو نغارن ڏانهن ڪندا رهندا آهن. معلوم ايئن ٿيندو آهي ته سندن نشانو نغارچي ٿي آهي. ائين ڪندي گول چڪر ٻه پيا ڪاٽيندا آهن.

**لَونڊَڪَ:** هيءَ ٽڪڙي لَئي ۽ ردم واري جُهمر ليکبي آهي. هيءَ خاص موقعن جي جهمر آهي.

جهمر جا ٻول سنڌي ٻوليءَ، ان جي ٽري لهجي ڪانسواءِ بلوچي، پشتو ۽ سرائڪيءَ ۾ ٻه ٿين ٿا، جن ۾ هرهڪ جهمرجي قسم ۽ هر هڪ ذات ۽ قبيلي جا پنهنجا پنهنجا ٻول هوندا آهن. سنڌي جهمرجي ٻولن ۾:

ڪانئڙي ڪانئڙي، ٻدي جي هيءَ ڪانئڙي
اِها مور مچي آئي، ٻدي جي هيءَ ڪانئڙي-
الا لا ناز ڪر!
اجا نازو ننيڙي، ناز نه ڪر.

جهمر عورتون ۽ مرد جدا جدا ٻه هڻن، گڏجي جوڙا ٿاهي ٻه هڻن. سنڌ جي اُتر واري ڀاڱي ۾ ويندي سبي ۽ بلوچستان ۾ جهمر هڻندا آهن، جن مان ڪي نمونا هن طرح آهن:

**منڊي جهمر:** منڊي جهمر ۾، هڪ ٽنگ سان جهمر ڪيڏيو ويندو آهي ۽ ٻي ٽنگ سُڪ ڪري چڏبي آهي.

**نغزه جهمر:** نغزه جهمر جا ٻه قسم آهن: (1) هيءَ جهمر ٻه ٽي ماڻهو ڌرتيءَ تي ذري گهٽ ليٽي هڻندا آهن (2) گهڻائي ماڻهو هڪ گول دائري ۾ ٻه هيءَ جهمر ڪيڏندا آهن.

**نغزه جا بند:**

(1) گدڙ وي گور تي ڪائي سوني دي يار سوٽي وو!
گدڙڪون مار گهتيوني، ها ملڪين دي چوٽي وو !
هي نغزه تي هي نغزه!

(2) گدڙ دي گور (ڪَذ) تي ڪائي سوني دي يار ٿالهي وو!
گدڙڪون مار گهتيوني ها ملڪين دا والي وو!
هي نغزه تي هي نغزه!

(3) گدڙي دي گور تي ڪائي سوني دي سِل (سِر) وو!
گدڙڪون مار گهتيوني، ها ملڪين دي هِل وو !
هي نغزه تي هي نغزه !

**واري واري جهمر:** هن جهمر ۾ جوڙا جوڙا ٿاهي هڪ ٻئي جي سامهون بيهي چار تال پورا ڪري، اڌ ڦيري ڪائي جاءِ مٽائيندا آهن. اهڙيءَ ريت تال تال تي ڦيري ڪائي هڪ ٻئي کي وارو ڏئي جايون بدلائيندا آهن.

**جَهمراڻي** (ذات): ٻرڙا ذات جي هڪ پاڙي جو نالو جهمراڻي آهي، جيڪي بلوچستان ۽ مڪران ۾ رهن ٿا. سنڌ ۾ به سندن گهٽي مائٽي آهي.

**جهم ڪوٽ/ هيم ڪوٽ** (ماڳ): جهم ڪوٽ / هيم ڪوٽ جا آثار سنڌ جي ڏاکڻي حصي ۾ ٺٽي ضلعي جي جهمپير شهر کان هڪ ڪلوميٽر




ڏکڻ ۾ پکڙيل آهن. هن ڪوٽ جا ٿنوڙا ڪينجهر ڍنڍ جي اولاهين ڪنڌيءَ تي 68° 70′ 0″ ۽ 25° 03′ 0″ جي اوير اولهه ۾ آهن. قديم زماني ۾ هي ڪوٽ هڪ درياهي وهڪري تي آباد هو اهو وهڪرو زماني جي گردش جي ڪري اتان منهن موڙي ويو. هاڻي هن درياهه جي جاءِ ڪينجهر ڍنڍ والاري بيٺي آهي. ڪوٽ جا پڙپانگ ڪنڊر توڙي آسپاس جي زمين ڪينجهر ڍنڍ پاڻيءَ جي سطح کان چاليهه کن فوٽ اوچائيءَ تي آهن. جهم ڪوٽ ايڏي بلنديءَ ۽ پاڻيءَ جي ڪناري تي هئڻ ڪري دفاعي نقط نگاهه کان به اهم جاءِ والاري ٿو. ڪوتليه چاڻڪيه اهڙي ڪوٽ جي باري ۾ ذڪر ڪيو آهي ته: "راجا پنهنجو تخت جو پايو رياستن جي وچ ۾ ڪنهن موزون جڳهه تي تعمير ڪري، جهڙوڪ درياهن جو سنگم، قدرتي ڍنڍ يا تلائن جا ذخيرا. قلعو- گول، مستطيل يا چوڪور هجي، جنهن جي آسپاس ندي هجي ۽ ان تي خشڪي ۽ آبي ٻنهي رستن سان داخل ٿي سگهجي." چاڻيڪ جي لکڻ مطابق ڏسجي ٿو ته هيم ڪوٽ جي شڪل به چوڪور آهي ۽ هن قلعي ۾ خشڪي توڙي آبي رستي پهچي سگهجي ٿو.

هن وقت سڄو ڪوٽ تباهه حاليءَ جو شڪار آهي، ان هوندي به ان جي




ديوارن جا پختا بنياد هن درياهي ڪوٽ جي عظمت جي ڄاڻ ڏين ٿا. ساڳئي وقت ڪجهه بچيل برج به هن قلعي جي برجستي هئڻ جي شاهدي لاءِ ڪافي آهن. پر هي تاريخي ڪوٽ ڏينهون ڏينهن ختم ٿيندو وڃي ٿو. ڪوٽ جو وڏو حصو قبرستان بڻجي چڪو آهي ۽ هتي حسين شاهه نالي بزرگ جي مزار به آهي.

**اڏاوت:** هي سڄو ڪوٽ ڳاڙهي پٿر جو ٺهيل آهي. ان جو اڏاوتي پٿر لڳي ٿو ته جهمپير جي آسپاس جي ٽڪرين کي ٽڪي ڪتب آندو ويو آهي. ڪوٽ اڏيندڙن شايد پٿر جي معيار جو تمام گهڻ خيال رکيو آهي، جو سمورو پٿر آبهوا جي اثر جي ڪري ڳري سڙي ويو آهي. پٿر جي اهڙيءَ حالت ۾ پهچڻ جو هڪ سبب ان جي وڏي ڄمار به ٿي سگهي ٿي، ڇو ته ڪوٽ اٽڪل ٽيرهن سؤ سال اڳ ڇچ جي دؤر ۾ اڏيو ويو هو.

اڄ به ڪوٽ ۾ استعمال ٿيل پٿر جي گهڙائي، لسائي، ڪنڊون ۽ پاسا سلامت بيٺا آهن، جنهن کي ڏسي انساني هٿن جي هنر کي ساراهڻ کان رهي نه ٿو سگهجي. پٿر گهڙو ڪري مناسب سائيز ۽ وزن جا هنيا ويا آهن، هن کي ڪنهن مشين جي مدد کانسواءِ چوري سگهجي ٿو. عام پٿر ڏيڍ + اڍائي + ٽي فٽ جو آهي. ڪن هنڌن تي ان کان ننڍا توڙي وڏا پٿر به رکيا ويا آهن. موجوده وقت ماڻهن گهٽا پٿر توڙي قبرن ۾ ڪتب آندا آهن.

ڪوٽ جي مکيه دروازي وٽ مندر جي پرسان ٿنين (Columns)جا بنيادي پٿر پيل آهن. گول شڪر جا اهي بنياد وارا پٿر ڇهه انچ ٿلها، ڏيڍ فوٽ قطر وارا ۽ ڪافي وزندار آهن. جيڪي ٿي سگهي ٿو ته ڪوٽ جي مکيه دروازي جي اڏاوت يا مندر ۾ استعمال ڪيا ويا هئا. انهن گهڙيل خوبصورت پٿرن جي هن وقت به درست حالت ڏسي گمان ٿئي ٿو ته پٿر بعد ۾ دؤر جا مندر جي سونهن ۽ سينگار لاءِ ڪتب آندا ويا هجن. ڪوٽ جي پٿرن جي اوساريءَ ۾ مسالي جو هلڪو تهه ڏنو ويو آهي. ڇن جي گهٽائيءَ سبب مسالي ۾ ان جو مناسب حصو نظر اچي ٿو اڄ به مسالو ايترو مضبوط ۽ پختو آهي، جو باوجود ڪوشش جي پنهنجيءَ جاءِ ڇڏڻ لاءِ تيار نه آهي. هوئڻ به پٿر



جهم ڪوٽ جا آثار

جي گهڙاوت مهل ڪانچا ڇڏيا ويا آهن، جنهنڪري پٿر هڪ ٻئي کي مضبوط جهلي بيٺا آهن. جهم ڪوٽ جي اترواري پٿريلي ديوار جو هڪ ٽڪر چشمن جي پرسان سالم حالت ۾ نروار بيٺو آهي، جنهن مان ڪوٽ جي مضبوطيءَ ۽ بناوٽ جو اندازو ڪري سگهجي ٿو ڪوٽ ۾ ڪن مناسب هنڌن تي سرن جو استعمال به ٿيل آهي. هن جهوني ڪوٽ جي وقت سر جوڳي سار سنڀال نه لهڻ ڪري ڪوٽ جي اڏاوت ۽ خوبصورتي متاثر نه رهي آهي.

**ديوارون:** هن وچولي سائيز جي ڪوٽ کي چوڌاري 8 فوٽ ٿلهيون ديوارون ڏنل هيون، جيڪي زماني جي ستم ظريفيءَ سبب ڊهي ويون آهن. تنهن هوندي به انهن ديوارن جا نشان ڪوٽ جي سطح کان ڪجهه فٽ اوچا هئڻ ڪري ڪوٽ جي بناوٽ ۽ ڊزائن جو اندازو ڪري سگهجي ٿو جهم ڪوٽ پوٽن ٻن ايڪڙن يعني ساڍن ستن هزارن چورس فوٽن ۾ پکڙيو پيو آهي. چوڦير ان جي ديوار جي ڊيگهه يارهن سؤ فوٽ بيهي ٿي. ڪوٽ جون سڀ ديوارون هڪ ٻي ترتيب ڍير جي شڪل اختيار ڪري چڪيون آهن.

**اترين ديوار:** اترين ديوار اولهه کان هڪ شاهي برج مان منهن ڪدي اوير طرف ڪينجهر جي ٽڏين ٽانورين لهرن سان گڏ 125 فوٽ اڳتي ڪوٽ اندر

35 فوٽ وڪڙ کائي ٿي. ان وراڪي وٽ ان کي هڪ شاهي برج ڏنل آهي، جنهن ۾ ديوار جي قدمن مان چشما ڦٽي نڪرن ٿا. جن جو ذڪر مير علي شير قانع، مرزا قليچ بيگ ۽ لوڪرام ڏوڏيجا به ڪيو آهي. اترين ديوار کي ان هنڌان ان ڪري ورَ ڏنو ويو آهي، جيئن پاڻيءَ جا اهي چشما عام ماڻهن جي استعمال لاءِ ڪوٽ کان ٻاهر ڪيا وڃي سگهجن. هن مقام کان ديوار وري پنهنجو سفر شروع ڪري 120 فوٽ اڳتي اچي اوڀر ڪنڊ وارو برج ٺاهي ٿي. اهڙيءَ طرح هن ٻانهن جي ڪل ڊيگهه 245 فوٽ بيهي ٿي.

**اوڀارين ديوار:** سر زمين تي ڪوٽ جي هن ديوار جو وڏو حصو غائب آهي، جنهن مان لڳي ٿو ته هي حصو ڇاڻي واڻي ٽوڙيو ويو آهي. شايد هي پٿر ڪنهن ٻي عمارت جي اڏاوت ۾ ڪتب آندا ويا هجن. اوڀارين ديوار جي ڊيگهه 275 فوٽ بيهي ٿي. هن تاريخي جاءِ جو هي پاسو ڪرڙن ۽ ڪانڊيرن جي گهيري ۾ آهي.

**ڏاکڻي ديوار:** ڪوٽ اندر اچڻ وڃڻ لاءِ محسوس ٿئي ٿو ته صرف هي پاسو ئي استعمال ۾ ايندو هو ڇو ته ڪوٽ جي ڏکڻ پاسي تي ڪوٽ جي مکيه دروازي جا آثار ملن ٿا. ديوار جيئن اوڀر ڏکڻ ڪنڊ کان اڳتي وڌي ته ڪجهه قدمن بعد ان تي دروازي جي حفاظت لاءِ ٻه برج ٺهيل آهن. دروازي بعد ديوارون وري سڌي قطار ۾ ڏکڻ اولهه برج سان ملن ٿيون. ڪوٽ جي هنن ٻانهن جي ڊيگهه 275 فوٽ آهي.

**اولهائين ديوار:** ڪوٽ جي هيءَ ڊگهي ۾ ڊگهي 310 فوٽ ديوار آهي. هي ٻانهين ڪوٽ جي ڏکڻ اولهه برج کان اڳتي 125 فوٽن جي فاصلي بعد ڪوٽ جي اندر طرف 90 ڊگري جي ڪنڊ ٺاهي، 30 فوٽ اندر گهٽ هٽي ٿي، جتي وري گوني ڪنڊ ٺاهي، پنهنجو سفر اتر پاسي روان رکي ٿي. آخر ۾ 185 فوٽ وڌيڪ اڳتي اترين ديوار جي ڪنڊ وٽ قائم برج سان ملي ٿي. هن اولهائين ديوار جي پرسان اندرئين توڙي ٻاهرئين پاسي تي قبرون موجود آهن. ڪوٽ جي هن پٽ ڪي وچ وٽان اندر طرف وڪڙ ڏيڻ جو ڪو به واضح سبب معلوم نه ٿو ٿئي، نه ئي ان هنڌ جي زميني ساخت يا ٽڪريءَ جي شڪل يا بناوت اهڙي آهي، جنهن ڪري ديوار کي ان هنڌان اندر طرف موڙ ڏنو ويو هجي. ائين ٿو لڳي ته ديوار کي گوني ڪنڊ ٺاهڻ بعد قبرن کي ڪوٽ اندر آڻڻ کان بچايو ويو آهي، پر مڪاني ماڻهن جي چوڻ مطابق ڪوٽ ڪافي اوائلي آهي ۽ قبرستان بعد ۾ ٺهيو آهي. هڪ اندازو آهي ته جيئن اهو پاسي خشڪيءَ طرف آهي، ان ڪري ڪوٽ جي هن ديوار جي ٻاهران ئي محافظن جي رهائش جو بندوبست ڪيو ويو هوندو. ائين به ٿي سگهي ٿو ته ديوار جي هن ٻاهرئين پاسي وٽ ئي ڪوٽ جو دمدمو يا ڪو گهڻو لنگهه هجي، جيڪو هن وقت پنهنجا نشان وڃائي چڪو آهي.

برج: ڪوٽ کي اندازن ڪل ست برج آهن. جن مان صرف ٽي برج اڄ به واضح نظر اچن ٿا. هنن ستن برجن مان چار برج ڪوٽ جي چئن ڪنڊن جا محافظ آهن. جن مان صرف اتر ڪنڊ وارو برج جهُريل حالت ۾ موجود آهي. باقي ڪنڊن وارا ٽي برج ڊهي ويا آهن. ان کان سواءِ ٻه برج جيڪي ڪوٽ جي ڏاکڻين شاهي دروازي جا رکوالا هئا، تن مان ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ مهل ساڄي هٿ وارو يعني اوڀاريون برج ڊهي آهي. البته کاٻي هٿ واري برج جو وجود محسوس ٿئي ٿو ڪوٽ جي حالت ڏسي لڳي ٿو ته داخلي دروازي کي شايد زوريءَ ڊاٿو ويو آهي. هي حصو شوَ مندر جي ويجهو هئڻ ڪري شوَ جي ڪنهن خاص ڏڻ تي ميلي وغيره لاءِ کليل ميدان طور ڪتب آندو ويندو هو ڪوٽ جي اترين ديوار ۾ جتان ديوار کي وڪڙ ڏئي اندر آندو ويو آهي، اتي ڪوٽ جو هڪ اضافي ۽ سڀ کان ٻرجستو برج موجود آهي. هن وڏي برج جي چانوَ ۾ ئي مندر جا چشما آهن. لڳي ٿو ته هي برج خاص چشمن تي ايندڙ ويندڙ ماڻهن تي نظرداريءَ لاءِ جوڙيو ويو هو بهرحال ڪوٽ جو هي سڀ کان مٿانهون برج آهي.

**ڪنگريون/ مارا:** ڪوٽ جي ديوار يا برجن جو ڪو به مٿانهون حصو صحيح حالت ۾ نه ٿو ملي، ان ڪري چٽي نه ٿو سگهجي ته ديوار ۾ ڪيترا ۽ ڪهڙي طرز جا ڳڙکا ۽ منارا هئا، جن ۾ تيرانداز يا بندوق باز مورچا قائم ڪري ويهندا هئا. نه ئي برج اهڙي اوچائيءَ تائين سالم حالت ۾ بيٺا آهن، جن تي منجنيق يا توب وغيره رکڻ جا ڪي اهڃاڻ ملي سگهن. ساڳيءَ طرح اهو به يقين سان چٽي نه ٿو سگهجي ته ٻاهرين ديوار يا برجن مٿان ڪي ڪنگريون وغيره هيون يا نه. البته مقامي اديب رسول بخش درس وٽ هن ڪوٽ جو هڪ پٿر محفوظ آهي، جيڪو ڪنول جي گل سان مشابهت رکي ٿو ٿي سگهي ٿو ته ان طرز جا گل ڪوٽ جي ڪنگرن يا ڪنهن ٻئي هنڌ جي خوبصورتيءَ لاءِ ڪتب آندا ويا هجن.

**رهائشي ڪوٽ:** جهم ڪوٽ اهم دفاعي هنڌن تي واقع هئڻ ڪانسواءِ رهائشي ڪوٽ به لڳي ٿو اڄ به ڪوٽ جي ڪن هنڌن تي رهائشي جڳهين جا بنياد ظاهر بيٺا آهن. جن جي کوٽائي ڪرڻ سان ڪيتريون ئي تاريخي شيون ملي سگهن ٿيون. البته ڪوٽ جي اوڀارين ديوارن سان لڳولڳ ڪيترن ڪمرن جا اهڃاڻ موجود آهن، ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته ڪوٽ جو اهو پاسو رهائشي هو ڪوٽ جي هن حصي ۾ ڪمرن جي موجودگيءَ جو وڏو سبب اهو به ٿي سگهي ٿو جو اتي پاڻيءَ جا چشما ويجها آهن. ڪوٽ جي رهواسين جو به شديد گذر سفر چشمن جي ان پاڻيءَ تي هو هوندو به ڪوٽ جي ڪن حصن جي کوٽائيءَ دوران کي گول پائيپ مليا آهن. جيڪي پاڻيءَ پهچائڻ ۽ نيڪال جي ڪم ايندا هوندا.

**چشما:** ڪوٽ جي اترين ديوار جي ٻاهرئين طرف بنيادن پرسان شفاف چشما ڦٽي نڪرن ٿا، جيڪي صدين وٺي لاڳيتو وهندا رهن ٿا. ڪن ماڻهن جو خيال آهي ته هنن چشمن جي ڪري ئي هن علائقي کي "جهم" سڏيو ويو آهي. مير علي شير قانع به هنن چشمن جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: "آڳاٽي سمي هيم ڪوٽ نالي پراڻو قلعو هوندو هو ۽ هاڻي هندن جو هڪ تيرٿ آهي. هڪڙي ٽڪر مان پاڻي سمي ٿو انهيءَ جي هيٺان هڪ قدرتي چشمو "جهم" نالي آهي." ان چشمي جو مرزا قليچ بيگ به ذڪر ڪيو آهي ته: "هن ڳوٺ جي ويجهو پيم ڪوٽ هوندو هو ۽ هاڻي اتي هندن جي تيرٿ جي جاءِ آهي. ٽڪر مان پاڻي ڦڙو ڦڙو ٿي ڪري ٿو." ماڻهن جو خيال آهي ته ان جهم چشمي جي پرسان بعد ۾ هڪ بزرگ جي دفن ٿيڻ ڪري ان جو نالو 'جهمپير' پئجي ويو. پر سمجهجي ائين ٿو ته هي علائقو جهميل هئڻ ڪري ۽ پاڻيءَ جي موجودگيءَ ڪري ئي هن ساري علائقي جي هيٺائينءَ جي نسبت سان ئي ان ڪوٽ تي نالو به "جهم ڪوٽ" پئجي

وين. جيڪو "هير ڪوٽ"، "هم ڪوٽ" ۽ "پير ڪوٽ" جي نالي سان بہ سڄاتو وڃي ٿو. هن ڪوٽ جي اندر اوڀر ڏکڻ ڪنڊ تي مک دروازي وٽ شوَ جو مندر آهي.

*(حوالو: جهم / هير ڪوٽ، اشتياق انصاري، عبرت مئگزين، 16 آڪٽوبر 2011ع)*

**جھمل** (ديھہ) : تعلقي شهداد ڪوٽ جي هڪ ديھہ. جنھن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شاھ بيگ ڀنگوار، پورو، دلمراد رند، بخشو رند، گل محمد رند، الھہ الدين ڏيپر، سوجو گودڙو، رسول بخش بروھي، پير بخش جمالي، يار محمد جمالي، حاجي بچل ڀنگوار، عثمان ڪيريو، پير عبدالحئي، پهڙو، پير احمد شاھ، پير بخش مهر، دلاور ڏيپر، ڏٽي پرتو خاصخيلي، غلام حيدر رند، شمس الدين وڪيل ڳوٺ، مير خان ڀنگوار، سڄاول لڪي، سائينداد مغيري ۽ غلام محمد ميمڻ.

**جھمون چڳاڻي**: سنڌ ۽ هند جي مشهور ڪهاڻيڪار، نقاد، محقق ۽ ڪالم نگار جھمون رامچند چڳاڻيءَ 5 سيپٽمبر 1940ع تي حيدرآباد جي پشوري پاڙي ۾ جنم ورتو بي. ايڊ (لئنگئيجز)، ايم. اي (انگريزي ادب) ۽ شارد (سنسڪرت) جون ڊگريون ورتائين. ڀوپال جي ريجنل انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن جي ملازمت مان رٽائر ٿيو آهي. سندس تصنيفون هن ريت آهن:

(1) مهامتي پراڻناٿ جي سنڌي واڻي (تحقيق: جلد پهريون: 1991ع)، (2) مهامتي پراڻناٿ جي سنڌي واڻي (تحقيق: جلد ٻيو: 1996ع)، (3) هڪ ٻيو ورهاڱو (ڪهاڻيون: 1977ع)، (4) ذات ڏٽي (ڏهن اديبن جا سوانحي خاڪا: 2002ع). جھمون چڳاڻيءَ کي ڪيترا اوارڊ بہ مليا آهن. جن ۾:

(1) سينٽرل هندي ڊائريڪٽوريٽ، ڀارت سرڪار پاران 1993ع ۾ 'مهامتي پراڻناٿ جي سنڌي واڻي- اوارڊ' (جلد-1)، (2) دهلي سنڌي اڪيڊميءَ پاران 'ادبي اوارڊ' 1998ع، (3) مڌيہ پرديش سنڌي ساهتيہ اڪيڊميءَ پاران ڀوپال ۾ اوارڊ 2001ع وغيره شامل آهن.

جھمون چڳاڻيءَ، ورهاڱي ڪانپوءِ پهريون ڀيرو 2004ع ۾ سنڌ آيو ۽ حيدرآباد، پشوري پاڙي ۾ پنھنجو گھر ڳولي لڌائين. ان جو تذڪرو هن پنھنجي مختصر سفرنامي ۾ ڪيو آهي، جيڪو سنڌي اڪادمي دهليءَ جي مخزن 'سنڌو جوت' ۾ ڇپيو آهي.

**جھمي/ جھميون**: جھميون ٿر جي عورتن جون اوڍڻيون آهن. جن کي پاسن کان ٽن چِٽن جو حاشيو هوندو آهي. ان ڪانسواءِ جھميءَ کي ڪنھڙو ۽ ڏاريو بہ ٿيندو آهي.

**جھَن**: تعلقي سانگھڙ جي هڪ ديھہ. جنھن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

باغ جتوئي، روحل خاصخيلي، مجنو ڪيريو گل محمد ڏيپر محمد بخش بروهي، حاجي متارو خان ۽ موليڏنو ڏيپر

**جھنجيجاڻي** (ديھہ) : تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديھہ. جنھن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمعو خان جيڳو ساند ڳوٺ، نظر جتوئي، حسن رند، سيدن جو ڳوٺ، حيدر بخش رند ۽ الھڏنو لغاري.

**جھنجھڻ**: جھنجھڻ سمن جو پاڙو آهي. هن پاڙي مان مشهور سپهہ سالار شاھ بهارو ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ چانڊڪا جو گورنر بہ رهيو آهي.

**جھنجھوٽي** (راڳڻي) : جھنجھوٽي، ڪماچ ٺاٺ جي سمپورن راڳڻي آهي، هِتي گنڌارون ۽ هِتي نکادون لڳائجن ٿيون. مندرستان جي پنجم ڪان مڌ مستان جي راڪب تائين ميند هن راڳ جي خاص تان آهي. هن جي خاص تان،سا، ري، ماگي ري سا، نا، ڌي پا، ڌي سا، ري ماگي، ما گي ري سا، آهي. هن جي آروهي ڌي سا ري ماگي، ماپا ڌي ني سا آهي ۽ امروهيءَ سا نا ڌي پا ماگي ري سا آهي. جڏهن تہ وادي سُر گنڌار ۽ سموادي سُر ڌيوت اٿس. راڳ ساگر جي مصنف وادي سُر رکب ۽ سموادي سُر ڌيوت لکيو آهي. هيءَ راڳڻي رات جي وقت ڳائي ويندي آهي.

**جَھنڊ**: هيءَ تڏ جو هڪ قسم آهي، جيڪا ڪپڙي کي ڪترينڌي آهي. هيءَ تڏ رنگ جي پوري ۽ بدن ۾ ماڪيءَ جي مک جيتري ٿيندي آهي ۽ ٽپا ڏئي هلندي آهي. جھَنڊ اڪثر ڪري گھٽن ڏينهن کان بند پيل پيتين، الماڙين توڙي صفائيءَ جو بهتر انتظام نہ هئڻ سبب سامان وارن ڪمرن ۽ رڌڻن وغيره ۾ ٿيندي آهي. هيءَ ڪتابن ۽ ڪپڙن کي گھڻو نقصان ڏيندي آهي. هن تڏ جي نسلي واڌ ويجھہ تمام تڪڙي ٿئي ٿي.



جَھنڊ (تڏ)

**جھنڊو** (ذات) : هيءَ سماٽن جي هڪ ذات آهي، جيڪي اڪثر سکر ضلعي جي ناري واري علائقي ۾ رهن ٿا. هي مسلمان آهن.

**جھنڊو پاٽي**: ميرعلي شير قانع ٺٽويءَ لکيو آهي تہ: شيخ جھنڊو پاٽي، سيد ميران محمد مهدي جونپوريءَ جي نظرِ ڪرامت مان فيضياب هو. روايت آهي تہ جڏهن ميران محمد جونپوري ٺٽي ۾ آيو هو ۽ عالمن جي چوڻ تي جام نظام الدين کيس تبليغ ڪرڻ بجاءِ هيڙيءَ تي چاڙهي واپس روانو ڪيو هو تہ ميربحر سندس هيڙي گپ ۾ ڦاسائي هليا ويا هئا. تنھن وقت جھنڊو پاٽي اتي اچي پهتو ۽ مهدي جونپوريءَ کي انهيءَ جاءِ مان بچايائين. ستن معصوم نياڻين جي دعا سان بہ چڱي توفيق جو مالڪ ۽ بلند درجن جو صاحب بڻيو هو جھنڊي پاٽيءَ جي درگاھ فيض جي جاءِ آهي. هي درگاھ ساموئيءَ ۾ آهي، جيڪي بزرگ مڪليءَ جي زيارت تي ايندا آهن، سي هن بزرگ جي درگاھ جي زيارت ضرور ڪندا آهن.

**جھنڊو مشائخ** (ديھہ) : تعلقي ڪوٽڏيجيءَ جي هڪ ديھہ. جنھن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

وادر (ڳٽ)، وارث جامڙو، عيدل ماڇي، پريل جامڙو، جام وساڻ، امتياز علي سولنگي، زوار خانڻ جامڙو، حاجي محمد جمن، حاجي لعل بخش جامڙو، نبي بخش فقير جامڙو، گل محمد جامڙو، غوث بخش جامڙو، وزير سودرو.

**جھنڊياڻي** (ديھہ) : تعلقي سيوهڻ شريف جي هڪ ديھہ. جنھن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مناهيون، چوهاڻ، راڪا ۽ غيبي ٻگھيو.

**جَھنڊير** (ذات): جھنڊير ذات وارا اصل ۾ ملاح/ مهاڻا آهن. پنجاب جا ماڇو جھنڊيرن کي جت چون ٿا. ڳگا، هانس ۽ جھنڊير پاڻ ۾ مائٽ آهن. هن ذات وارا سنڌ جي مختلف علائقن ۾ رهن ٿا. سنڌ ۾ هن ذات وارا سکر ضلعي ۽ دادوءَ ضلعي ۾ بوبڪن ۾ رهن ٿا جيڪو ملاحن جو پاڙو سڏائين ٿا.

**جهنڪار ڊرائميٽڪ سوسائٽي_ الهاس نگر:** 1965ع ۾ هن ڊرئميٽڪ سوسائٽيءَ جو پايو شيام آهوجا، هدايتڪار نند لعل هندوجا ۽ شيام آهوجا وڌو. هن سوسائٽيءَ ۾ پيش ڪيل سنڌي ناٽڪن مان: 'ڪنجوس مکي چوس'، 'ڪنجوس سهرو'، 'شرابي نٿو ڇريو' ۽ 'نرواسي ڪاڪا' بيحد ڪامياب قابل ذڪر آهن. هن سوسائٽيءَ جا مشهور اداڪار چندر گيانچندائي، مهيندر ٽڪاڻي، رمڻ لعل راجپال، چندر ساوناڻي، شيام آهوجا، پي. بي چاند، رامچند رهيجا، گلاب هيرا، گوبند نهالاڻي، جئديو تنواڻي ۽ سيتل هيمراجاڻي ۽ بيا رهيا آهن.

**جهنگاڻ (ديهه):** تعلقي ميرپور ماٿيلي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جهنگاڻ، بخش بوزدار، مينهون لنڊ، عبدالله لغاري، سليمان لاٽڪي، ڇيڙ ڇڊڙ، عبدالوهاب لنڊ، وليداد لنڊ، وڏيو بوزدار، لاشاري ڳوٺ ۽ پير بخش لنڊ.

**جهنگ ٻلو** (Jungle Cat/ Felis chaus): هيءُ ٻلو جيئن ته ٻليءَ جي جهنگلي نسل مان آهي، تنهڪري هن کي جهنگ ٻلو يا جهنگراڙ ٻلو سڏيو ويندو آهي. جهنگ ٻلو سنڌ ۾ ٿيندو آهي. هن ٻلي جو قد 20 کان 37 انچ ۽ وزن ۾ 4 کان 16 ڪلو هوندو آهي. درياهن ۽ پاڻيءَ وارن هنڌن جي ويجهو رهڻ ۽ شڪار ڪرڻ سبب ان کي Reed Cat or Swamp Cat به چئبو آهي.



ان جي پشم سرمائي ناسي يا ڳاڙهسري هيڊي ٿئي ٿي. هن جي ٽنگن ۽ پُنيءَ تي ڪارسريون پٽيون ٿينديون آهن. جهنگ ٻلي جو پڇ ننڍو ۽ ڪَنن جي وارن جا مُڇا ننڍا ٿيندا آهن. هن جي پڇ تي ڪارا ڇلا ٿيندا آهن ۽ ٽنگون وڏيون هونديون اٿس. جهنگراڙ ٻلو وڻڪار يا ٻوڙن ۾ رهندو آهي، ڪوشش ڪندو آهي ته پاڻيءَ جي ويجهو هجي. اڪثر رات جو نڪرندو آهي ۽ هر قسم جو شڪار ڪندو آهي. وڻن تي چڙهي پکي شڪار ڪندو آهي. ٻهراڙين ۾ پالتو پکين ۽ ننڍي مال تي حملو ڪندو آهي. هن جي مادي ٻچا ڏيڻ مهل سيڙهه يا ڪنهن ٻئي جانور جي ڏرڙ تي قبضو ڪندي آهي. 66 ڏينهن پيٽ سان هوندي آهي ۽ سراسري طور ٽن کان پنج پلونگڙا ڄڻيندي آهي.

هي ٻلو ڏينهن جي وقت ٻرن ۽ گهاٽي گاهه يا وڻن ۾ آرام ڪندو آهي. اڪيلائي پسند آهي.

هن جو هڪ ٻيو قسم به جهنگراڙ ٻلو سڏبو آهي، جيڪو صحرائن ۾ ٿيندو آهي. ان جو انگريزي نالو (Wild Desert Cat Felis Silvertrics) هوندو آهي، جنهن جو رنگ هيڊو پٽريلو ٿيندو آهي. هن جي ٽلهي پشم تي قطار ۾ ليڪائي ٽِڪا ٿيندا آهن. جيڪي پڇ تي ڇلي وانگر ڦري ايندا آهن. هي ٻلو زمين جي ڏرڙن ۽ وڻن جي ٽڙن ۾ رهندو آهي.

**جهنگل شاهه مست:** جهنگل شاهه مست هڪ بزرگ ۽ صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. سندس والد جو نالو سيد عظيم شاهه بخاري هو. جهنگل شاهه 1904ع ڌاري ڳوٺ مولودي شريف تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ جنم ورتو. ستن سالن جي عمر ۾ ديني تعليم لاءِ مدرسي ۾ داخل ٿيو. مستاني طبيعت هئڻ ڪري ماڻهو کيس جهنگل شاهه مست سڏيندا هئا. صوفين ۽ درويشن سان سندس صحبت هوندي هئي. صوفين جي مجلسن ۾ اڪثر شريڪ ٿيندو هو. سندس شاعري صوفياڻي رنگ جي آهي. قلندر شهباز جو وڏو عقيدتمند هو. ان جي شان ۾ چيل سندس هيءُ شعر مشهور آهي:

اچي ٿي حال ۾ حاضر قلندر لال لاهوتي،
سوا تنهنجي نه ٻيو ڪو در، قلندر لال لاهوتي،
چوي 'جهنگل شاهه' تو کي هر هر، ملي معافي مٺا منور،
آهيان عاجز تنهنجو سڳڙ، قلندر لال لاهوتي.

جهنگل شاهه جي شاعري قلمي صورت ۾ سندس خاندان وٽ موجود آهي. هن بزرگ 24 نومبر 1967ع تي وفات ڪئي. کيس پنهنجي ڳوٺ مولودي شريف ۾ دفن ڪيو ويو، جتي هر سال 21، 22، 23 شعبان تي ميلو لڳندو آهي.

**جهنگل گهوٽو** (ڳوٺ): هيءُ ڳوٺ گهوٽڪيءَ کان 7 ڪلوميٽر اولهه طرف جاڙي واهه جي ڪناري تي واقع آهي. هن ڳوٺ جو اصل نالو ڳوٺ خير محمد گهوٽو هو ليڪن وقت ۽ حالتن جي تبديلين جي ڪري هن ڳوٺ جو نالو جهنگل گهوٽو مشهور ٿي ويو آهي. هيءُ ڳوٺ سوين سال پراڻو آهي. ڳوٺ جي وڏي خصوصيت هيءَ آهي ته هن ڳوٺ جي هر گهر ۾ به ٽي قرآن پاڪ جا حافظ موجود آهن. اهو ڪارنامو حافظ مولانا محمد يونس جو آهي، جو سندس محنت سان هن ننڍي ڳوٺ کي اهو شرف حاصل آهي. هن ڳوٺ ۾ ڪافي عالم ۽ نيڪ دل انسان پيدا ٿيا. جن ۾ حافظ مولانا محمد يونس گهوٽو، فاضل ديوبند شيخ الحديث مولانا عبدالحئي الحسيني، مولانا قاري عبدالرحيم گهوٽو ۽ ميانجي علي شير قابل ذڪر آهن. هن ڳوٺ ۾ هڪ پرائمري اسڪول ۽ ديني مدرسو به آهي، جنهن ۾ هڪ ناياب ڪتابن جي لائبرري آهي، جيڪا مولانا خالد الحسينيءَ جي نگرانيءَ هيٺ هلي رهي آهي.

**جهنگل ملڪ** (ديهه): تعلقي اوٻاڙي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جهنگل ملڪ، باغ علي چاچڙ، لعل پٽو حافظ جيئندو چاچڙ، واحد بخش پٽو مولوي اسحاق پٽو موسو پٽو نياز آباد ۽ پارو پٽو.

**جهنگلو** (راڳ): هيءُ راڳ سنڌ ۾ عرب دؤر جي عربي ۽ ايراني موسيقيءَ جي خاص راڳن مان آهي. جيڪو ٻهرين سنڌ ۾ گهڻو مشهور ٿيو. پوءِ سنڌ کان هند جي راڳن ۾ شامل ٿيو ۽ هندستاني موسيقيءَ جو جزبڻيو. هن جو ٻهريون شعبو 'چهار گاهه' آهي، جنهن ۾ چار راڳڻيون آهن. ٻيو شعبو 'غزل' آهي، جنهن جون پنج راڳڻيون هونديون آهن. هيءُ راڳ سنڌ ۾ 'جهنگلي' ۽ هندستاني راڳ ۾ 'جنگل' نالي سان سڃاتو وڃي ٿو هيءُ 'پيرو' ۽ 'آساوري' ٺاٺن سان تعلق رکي ٿو هن ۾ ٻئي 'ڌيوَت' لڳن ٿا. خالص سنڌي جهنگلي جون ٻه مخصوص 'ليُون' آهن. جيڪي هڪ پيرويءَ سان ٻي تلنگ سان لڳي ٿي. سنڌ جي راڳن ۾ جهنگلو خاص ڪري پير صاحب پاڳاري جي 'جماعتي راڳ' ۾ مقبول آهي.

**جهنگلي وليون**: سنڌ ۾ زرعي زمينن توڙي ڪوهستان ۾ ٿر ۾ ڪيترن ئي قسمن جون جهنگلي وليون ٿين ٿيون. ٿر ۾ ڦيسوڙا ول، گولاڙي ول، اڪر



ول، ڪانٽوبا ول، ٽوهه ول، ڳاگي ول، پڳڙا ول، ڏاٽيا ول، چڙيا ول، موگر ول ۽ ٻيون جهنگلي وليون ٿين ٿيون. ٿر ۾ برسات پوڻ سان جهنگ ۾ ڪيترن ئي قسمن جون وليون ازخود اپريو پون، ولين ۾ وڻ ويڙهيون پڻ هونديون آهن، جيڪي باغن لاءِ نقصانڪار ٿين ٿيون. جهنگلي وليون اٺن ۽ ٻڪرين لاءِ خاص چارو سمجهيو ويندو آهي. ان جو ڦل ڪو ميويدار ڪونه ٿئي، پر



جيڪو ٿئي سو پڪي ڪائين ۽ مال جي ڪم اچي. ڪيترن ئي جهنگلي ولين جا ميوا حڪمت ۾ پڻ ڪتب آندا وڃن ٿا.

**جهنگڻ** (ديهه): تعلقي دولتپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جهنگڻ، ڳوٺ رند، لاکو ٻگهيو پنجو جو ڳوٺ، ڪرشن جو ڳوٺ، ڪرم ٻگهيو خان محمد چانڊيو، راڄ محمد آرائين، بصر چنو، محمد عثمان پنڊ ۽ يار محمد ميرجت.

**جهنگي واهه** (ديهه): تعلقي ٿل جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محبوب چنو، جمعو چنو، ٿرڙي ٿهليو مل، ملهار چنو، الهوڏايو چنو، محمد يوسف چنو ۽ جاڳڻ چنو.

**جهنور** (ذات): جهنور ذات جا ماڻهو اصل ۾ پنجاب جي ملاحن مان آهن. حلال جانورن سان گڏ حرام جانور به کائيندا آهن. انهن مان جيڪي مسلمان ٿيا آهن، سي اسلامي طريقي سان زندگي گذاريندا آهن. جهنور سنڌ ۾ به ڪافي هنڌن تي رهائش پذير آهن.

**جهوجها** (ذات): هيءَ هڪ ذات آهي. هن ذات وارا اصل ۾ مانڊل پوٽن مگرين جو هڪ پاڙو آهن، جيڪي جهوجهي جو اولاد آهن ۽ ان جي نسبت سان جهوجها سڏائين ٿا.

**جهوڙ نانگ** (King Cobra/ Ophiophagus Hannah): هن نانگ کي جهوڙ واسينگ ۽ راڄ نانگ به سڏيو وڃي ٿو. پر اصل واسينگ کان رنگ توڙي عادت ۾ مختلف ٿيندو آهي. هي نانگ سنڌ ۾ خاص ڪري ٿر واري علائقي ۾ ٿيندو آهي. هيءُ وئينس نانگ جهڙو هيڊو ناسي رنگ جو ٿئي ٿو. هن جي پٺيءَ تي 40 کان پنجاهه چلا ٿيندا آهن، مٿو زيتوني ناسي، ڳچي هلڪي ڦڻل نارنگي رنگ جي ٿيندي اٿس. هيءُ دنيا ۾ مختلف هنڌن جي نسبت سان مختلف رنگن جهڙوڪ: ڪاري، ناسي، پيلي، سائي ۽ اڇتهي پيلي رنگ جو هوندو آهي. هن نانگ کي دنيا جي ڊگهي ۽ زهريلي نانگ جي حيثيت حاصل آهي.هيءُ ڊيگهه ۾ واسينگ کان وڌيڪ ڊگهو يعني عام طور 3 کان 5 ميٽر يعني 10 کان 16 ۽ وڌ ۾ وڌ 18 فوٽ ٿئي ٿو. هيءُ اڪثر گهاٽن ٻيلن ۾ ملي ٿو. ان کان علاوه جهنگن، ٻيلن، ڪليل ميدانن، زرعي زمينن، آبادين جي ويجهو توڙي ويرانين، گهميل



علائقن توڙي پاڻيءَ ۾ رهندو آهي. هيءُ سال جي اندر ٻه کان چار ڀيرا کل لاهيندو آهي. چيڙڻ تي ڏنگ هڻي ٿو. هن جي ڏينهن جو نظر ڪمزور ٿئي ٿي، تنهنڪري ڏينهن جو پڪڙڻ ۾ آسان آهي. رات جي وقت سرگرم رهي ٿو. ڪنهن به خطري محسوس ڪرڻ تي جمي وڙهندو آهي ۽ جارحاڻي انداز ۾ حملو ڪندو آهي. هن جي نظر عموماً انتهائي تيز هوندي آهي ۽ (330 -ft) ميٽرن جي دوري تائين ڏسي سگهندو آهي. ڏينهن جو فقط ڊيڄارڻ لاءِ حملو ڪري ٿو. هيءُ ڪرڙيون، پکي، آنا ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٻي جنس جا نانگ به کائيندو آهي. جنوري کان مارچ هن جي جنسي ميلاپ جو وقت هوندو آهي، هن جي مادي اپريل ۽ جون جي وچ ۾ آنا ڏئي ٿي، جن مان 30 کان 45 ڏينهن ۾ ٻچا نڪرن ٿا. نر ماد هڪٻئي جي حفاظت ڪن ٿا. واسينگن جيان ننڍڙو ڦڻ به ٺاهي سگهندا آهن.هيءُ نانگ تقريبن ويهن سالن تائين زنده رهي ٿو.

**جهوڪ** [1]: اُن جي ويهڻ واري جاءِ کي جهوڪ چيو ويندو آهي. ٻين جانورن جي نسبت ۾ اُٺ جي الڳ عادت هوندي آهي، اُٺ جتي ڪجهه ڏينهن ويهندو آهي ته ڪيس ڪٿي به ڇڏي اچبو ته گهُمي ڦِري واپس ساڳيءَ جاءِ تي اچي ويهندو آهي. اٺ ويهڻ مهل جهڪي ويهندو آهي، انڪري اٺن جي ويهڻ واري جاءِ کي "جهوڪ" سڏجي ٿو.

جهوڪ لفظ، شاهه لطيف به ڳايو آهي:

جهڃان پسيو جهوڪ، آيل سنگهارن جي (ڏهر)

نهي ٻنڌي ۽ روءِ اڱڻ جهڪيو ڪرها (ليلان)

خواجه غلام فريد جي به هڪ ڪافي عابده پروين ڳائي آهي، جنهن ۾ جهوڪ جو ذڪر آهي:

'جهوڪ لڏائي وئين يار ديوانا!

**جهوڪ**[2] (ديھہ) : هڪ ديھہ جو نالو، هيءَ ديھہ يونين ڪائونسل سعيد متي شاهہ، تعلقي ميرپور بٺوري، ضلعي ٺٽي ۾ آهي. جهوڪ جو تاريخي ڳوٺ ۽ شهر صوفي شاهہ عنايت جو مسڪن آهي.

**جهوڪ شريف** (ماڳ) : جهوڪ شريف تعلقي ميرپور بٺوري ضلعي ٺٽي ۾، '44°24 '73°52 اتر ڊگهائي ڦاڪ، '33 °26 '55 °67 اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي واقع آهي. هن وستي جو مان مرتبو سنڌ جي عظيم صوفي شاهہ عنايت شهيد جي ڪري مٿانهون آهي. جهوڪ شريف، ميرپور بٺوري کان ساڄا ٽي ڪوھہ پري، مولچند واهہ جي ڪپ تي واقع آهي. هن ڳوٺ جو اصل نالو ميرانپور هو، پر صوفي شاهہ عنايت جي تحريڪ دوران وٽس هزارين مريد ايندا هئا، ان ڪري آئي وئي جي اٿن ۽ وهڻن جي جهوڪ بہ اتي ٿيندي هئي، تنهنڪري ڳوٺ تي نالو 'جهوڪ' پئجي ويو سنڌ ۾


شاهہ عنايت شهيدؒ جي درگاهہ جو پراڻو ڏيک

شاهہ عنايت شهيد تصوف جو وڏو داعي ۽ برگزيدو بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس درگاهہ تي شاهہ لطيف بہ پير گهمايا هئا. سنڌ جي ٻين صوفي شاعرن دلپت صوفي ۽ بيدل فقير بہ هتي حاضري ڀري هئي. تعلقي


شاهہ عنايت شهيدؒ جي درگاهہ جو نئون ڏيک

عمرڪوٽ جي ڳوٺ 'صوفي فقير' جو مشهور صوفي شاعر صادق فقير سومرو بہ هن درگاهہ جو پوئلڳ هو اڄ بہ جهوڪ شريف جي درگاهہ تي سنڌ ۽ سنڌ کان ٻاهر جا هزارين عقيدتمند هر سال صوفي شاهہ عنايت جي ميلي تي زيارت لاءِ ايندا آهن.

جهوڪ شريف جي درگاهہ فنِ تعمير جو شاهڪار آهي. ابتدا ۾ هيءَ سادي طرز جي درگاهہ هئي. هن درگاهہ جو اڱڻ نهايت ڪشادو آهي ۽ پر ۾ مسجد اٿس. جهوڪ شريف ۾ شاهہ عنايت جي درگاهہ کان ڪجهہ مفاصلي تي بلڙيءَ ۾ شاهہ عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي درگاهہ موجود آهي. جهوڪ ۾ شاهہ عنايت شهيد جي عرس تي ساليانو سماع پڻ ٿيندو آهي، جنهن ۾ صوفياڻي ڪلام جون محفلون مچنديون آهن ۽ ڏار ڏار ٻارين ۾ سماع ٿيندو آهي. هن درگاهہ تي اڪثر فنڪار صوفي صادق فقير جو ڪلام ڳائيندا آهن، جڏهن تہ شاهہ لطيف ۽ ٻين صوفي شاعرن جو ڪلام پڻ ڳايو ويندو آهي. جهوڪ شريف هن وقت هڪ ننڍي شهر جو ڏيک ڏئي ٿو هتي هڪ ننڍي بازار بہ آهي تہ ٽرانسپورٽ ۽ اسڪولن جون سهولتون بہ موجود آهن. روڊ جي سامهون جهوڪ شگر مِل آهي. (وڌيڪ ڏسندا: شاهہ عنايت شهيد).

**جهوڪو** (ديھہ) : تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديھہ، جنهن ۾ محمد سهتو، ڪولهي ۽ حسين سهتو نالي ڳوٺ آباد آهن.

**جهول** (شهر) : جهول، ضلعي سانگهڙ، تعلقي سنجهوري جو هڪ مشهور شهر ۽ ريلوي اسٽيشن آهي. هن شهر جي جاگرافيائي بيهڪ هن ريت آهي: جهول جي اولهہ ۾ ٻن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي اپپور جو تاريخي ماڳ، اتر ۾ ڳجهيرڻ ۽ سارڪي ڪنڊي ديهون آهن. اتر اوڀر ڪنڊ تي گهنڊڻ جو شهر آهي. اوڀر طرف حر تحريڪ جي حوالي سان برصغير جو مشهور تاريخي ماڳ 'ڳڙنگ بنگلو' واقع آهي. جهول جي ڏکڻ ۾ ديھہ ڪوٽ بجر آهي، جتي سنڌ جي تاريخ جا ٻہ اهم يادگار بجرڪوٽ جو ڪچو قلعو ۽ ڏيپري گهانگهري جو ٿل موجود آهن. جهول جي اولهہ ڏکڻ ڪنڊ تي برهمڻ ۽ عرب دور جي شهرن برهمڻ آباد ۽ منصوره جا آثار موجود آهن.


جهول شهر جو ڏيک

جهول شهر جي وچ ۾ مشهور بزرگ حاجي قادر بخش ڪنڊي فقير ڀنڀري جي درگاهہ آهي. اتر طرف ڄُمن ڄَتي ۽ سيد راڄن شاهہ جون مزارون آهن. اوڀر طرف سيد نانگي شاهہ جو قبرستان ۽ مزار آهي. جهول شهر ۾ 1912ع ڌاري شروع ڪيل راجا واري ريلوي لائين، ميرپورخاص کان نوابشاهہ تائين ۽ اتان کان خيرپور رياست تائين وڇائي وئي هئي ۽ هتي اسٽيشن قائم ٿي هئي. 1952ع کان جهول ۾ ٽپال گهر، تار گهر، ٽپيدارن جو ديرو ۽ ڍڪ جون سهولتون هيون، جيڪي اڄ نہ رهيون آهن. جهول شهر ۾ سنڌ جي پهرين ڪاٽن فيڪٽري 1932ع ڌاري قائم ٿي. ان کانسواءِ ٻين فيڪٽرين ۾ ڪوهسار ڪاٽن فيڪٽري، ماڊرن فلور مل، حسن ڪاٽن فيڪٽري وغيره شامل آهن. هتي گورنمينٽ گرلز، بوائز هاءِ سيڪنڊري، اردو سنڌي پرائمري اسڪول، رورل هيلٿ سينٽر جون سهولتون موجود آهن. هن شهر ۾ مير الله بخش ٽالپر لائبريري بہ قائم آهي، جيڪا سنڌي ادبي سنگت جهول جي ملڪيت آهي. ويجهڙائيءَ ۾

جهول شهر کي گيس ۽ جديد ڊجيٽل ٽيليفون ايڪسچينج جي سهولت بہ ميسر ڪئي وئي آهي. سنڌ جي نالي وارن اديبن ۽ شاعرن: اُستاد الهورايو 'اداسي' ٻهڻ، معصوم سانگهڙائي (مرحوم)، بخشڻ مهراڻوي، فقير صابر نور چاڪراڻي ۽ عامر وساڻ جو تعلق بہ جهول سان آهي.

**جهول** [1] (ديهہ): هڪ ديهہ جو نالو هيءَ ديهہ ضلعي بدين ۾ دبي ۽ ڪڙيي گنهور جي وچ تي آهي. مشهور زميندار ۽ مهمان نواز، حاجي صديق سمو هتي جو رهاڪو هو.

**جهول** [2] (ديهہ): تعلقي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دريا خان مري، سهراب مري، بچو ٿيٻو ۽ عثمان ڪٽياڻ.

**جهول** [3] (ديهہ): تعلقي سنجهوري جي هڪ ديهہ جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خان محمد پناڻ، شرن جو ڳوٺ، دلاور خاصخيلي ۽ محمد حيات شر.

**جهول ماڙي**: جهول ماڙي، ٺٽي ضلعي ۾ جهمپير کان 15 ڪلوميٽر اوڀر طرف، ڪينجهر ڍنڍ اندر هڪ ٽڪريءَ نما زيرزمين پراڻي ۽ تاريخي جڳهہ آهي، جيڪا هن وقت ظاهري طرح پٿرن جو ڍيريا دڙو نظر اچي ٿي. هن جي آثارن مان پتو پوي ٿو تہ هتي ماضيءَ جي هڪ زيرزمين جاءِ هئي. 1958ع کان اڳي، جڏهن ڪينجهر ڍنڍ ۾ اچا ڪوئڙي بئراج وسيلي پاڻي وجهي، ان جي سطح نہ وڌائي وئي هئي، تڏهن هتي ٻہ ننڍيون ڍنڍون هيون، هڪ ڪينجهر ۽ ٻي سونهري، جن جي سطح تمام هيٺ هئي، تڏهن جهول ماڙي بہ پاڻيءَ کان



جهول ماڙيءَ جا آثار

ٻاهر هڪ ٽڪري نما دڙو هئي. جڏهن 1958ع ۾ ڪوٽڙي بئراج وسيلي ٻنهي ڍنڍن کي ملائي هڪ ڪيو ويو ۽ ان وڏيءَ ڍنڍ جي پڪيڙ ۽ سطح تمام گهٽي وڌائي وئي تہ ڪافي ڳوٺن ۽ علائقن سان گڏ جهول ماڙي بہ ڪينجهر جي پاڻيءَ ۾ گهيرجي وئي ۽ مسلسل پاڻي رهڻ ڪري ماڙي ڊهي پئي. هن وقت ان جهول ماڙيءَ جا آثار پاڻيءَ اندر هڪ چورس فرلانگ تي مشتمل ٽڪريءَ جي صورت ۾ موجود آهن، جنهن تي ڪا بہ وسنهن نہ آهي. ٽڪريءَ جي سُرنگ واري پاسي اڌ حصي کي وڏا ڏار پئجي ويا ۽ ٽڪريءَ جو هڪ اڌ، جنهن تي پاڻيءَ جو زياده دٻاءُ هو سو مڪمل طور 40 فوٽ هيٺ دٻجي ويو. جنهن ڪري ٽڪريءَ جي اُڀرندي پاسي واري اڌ ۽ اتر کان ڏکڻ تائين بہ ڏار پئجي ويا هئا. تنهن ڪري اها پئي اڌ کان 30 فوٽ کن هيٺ ٿي وئي هئي. ٽڪريءَ ۾ ڏار پوڻ ان ڳالهہ کي ثابت ڪن ٿا، تہ اڳاڻي وقت ۾ هتي ماڙي هئي. ڪينجهر ۾ هيون بہ ڪيتريون ٽڪريون آهن، پر اهي ساڳيءَ حالت ۾ موجود آهن. تاريخي تذڪرن ۾ جهول ماڙيءَ جو واضح طور ذڪر نٿو ملي، پر ٺٽو جيئن تہ سنڌ جو تختگاهہ ۽ سدائين جنگين جو ميدان رهيو آهي. ان ڪري سنڌ جي مقامي حاڪمن ڌارين حملي آورن کان بچاءَ لاءِ قلعا، ڪوٽ ۽ زيرزمين پناهہ گاهون ضرور ٺهرايون هونديون. ڪينجهر ڍنڍ جي ڪناري تي اهڙا ڪافي تاريخي آثار ملن ٿا، جيڪي سمن جي دور جا اهڃاڻ آهن. جهڙوڪ: تماچيءَ جي ماڙي، اِنڌن جي ماڙي، ڪلان ڪوٽ ۽ جهمپير وٽ جهمر ڪوٽ جا آثار ۽ جهمپير کان ڏکڻ طرف ڪينجهر جي ڪناري چليا ويجهو هڪ ڊٺل قلعي جا نشان وغيره. سوندا جو تاريخي قبرستان، دٻيار کان اولهہ اتر طرف هڪ قديم قبرستان ۽ جهمپير ويجهو پرديسين جي مقام ۾ جنگ دوران مارجي ويل ماڻهن جون اجتمائي قبرون موجود آهن، اهي سڀ تاريخي جنگين جا اهڃاڻ آهن. جهول ماڙي لاءِ چئي سگهجي ٿو تہ اها سنڌ جي خوشحال دور (سما دور) جي هڪ زيرزمين پناهگاهہ آهي، جيڪا ارغونن ۽ ترخانن جي حملن کانپوءِ گمناميءَ جي دز ۾ لٽجي وئي آهي، جو تہ ملڪي حالتن ۾ تبديلي اچڻ ڪري هيءَ ماڙي ختم ٿي وئي هوندي ۽ بعد ۾ ماڻهن ان بابت عجيب ڏند ڪٿائون ۽ هٿرادو قصا گهڙي، ان سان منسوب ڪري ڇڏيا. اڄ بہ هن هنڌ جي کوٽائي ڪبي تہ ان جي اصل صورت ظاهر ٿي پوندي ۽ سنڌ جي تاريخ جو هڪ لڪل باب ملڻ جا امڪان روشن ٿي پوندا.

**جهولڻو** (صنف): ڏکڻ هندستان جي 'تامل' ٻوليءَ جي لوڪ شاعريءَ جي هڪ صنف 'اوشل' جي معنيٰ 'جهولڻو' آهي. اتي ڪيترين ذاتين ۾، شادي رات جو نہ پرڏينهن جو ٿيندي آهي، شاديءَ جي موقعي تي جُهولي/جو بندوبست ڪيو ويندو آهي. جنهن ۾ گهوٽ ڪنوار لُڏندا آهن، ان وقت جيڪي گيت ڳاتا ويندا آهن. تن کي 'اوشل' چوندا آهن. دکن جي صوفي شاعرن ان رسم مان فائدو وٺي، ان دؤر جي قديم اردوءَ ۾ ان قسم جا گيت لکڻ شروع ڪيا ۽ انهن کي 'جهولڻو' سڏيو دکن جو پهريون جهولڻو شاهہ علي جيوگام ڌني (وفات 973هہ/1565ع) نالي شاعر چيو هو.

پنجاب ۾ سڀ کان اڳ 'جُهولڻا' قادري بزرگ داتا گنج بخش جا ملن ٿا، سنڌ ۾ هن صنف کي سچل سرمست سنڌيءَ ۾، ۽ روحل فقير هنديءَ ۾ پنهنجي انداز سان آندو آهي. سچل سرمست جي جهولڻن بيتن ۽ ڪافين تي مشتمل) ۾ وڇوڙي جا ورلاپ ملن ٿا، جن ۾ محبوب سان ملڻ جي تانگهہ ۽ طلب ڏيکاريل آهي. روحل فقير جي هندي ۽ سرائڪي جهولڻي ۽ سچل سرمست جي سنڌي جهولڻي ۾ فرق آهي. روحل جي جهولڻي ۾ اڪثر چار سٽون ٽين ٽيون، جيڪي وزن ۾ عام بيت کان وڌيون ٽين ٽيون. جڏهن تہ سچل سرمست جي جهولڻي جو هر بند گهٽو ڪري اٺن ۽ نون سٽن جا آهن. جن ۾ آخري سٽ وراڻيءَ جي آهي. سچل جي رسالي ۾ 'سسئي پنهون' جي سُر ۾ لڳاتار 50 جهولڻا ملن آهن، هنن جهولڻن جون اڪثر سٽون پاڻ ۾ هم وزن ۽ هم قافيا آهن، پر وراڻيءَ واري سٽ مختلف آهي، ڪيترن جهولڻن جي پهرين سٽ 'چئي ڙي': لفظن سان شروع ٿئي ٿي، جيڪي جهولڻي جي صنف ۾ مڪالمي بازيءَ جو روپ پيش ڪن ٿا. سچل سرمست جي جهولڻي جو سٽاءُ بيت ۽ ڪافيءَ جي سنگم وارو آهي. جن جا مثال هيٺ پيش ڪجن ٿا:

اَيَل، اَڄُ مُلهي جا آهي
سا ڪيئن سَڱ سجَڻ سان ساهي،
پيو تا ناهہ نہ هرگز ناهي،
ڏاڍن ساڻُ شَريڪتَ ناهي،
جا پَئي سڀ لاڳاپا لاهي،

چَپَر چوهہ آکِيانُس چاهي،
کيچن کَڏَ اُها مَرُ کَاهي،
کٽندي گام تہ پُڄندي ڪاهي:
محض اُنهيءَ کي مِيرُ نہ ماري.

چئي ڙي، رَهَہ رَوِين ٿِي روڙي،
آڏو پِينگ ٻُجهي ٿي پوڙي،
هيبَت هول هراست هوڙي،
ڪامِڻ ناهِين اسان کي ڪوڙي،
تُون تَنهن ديس مَ وَڃج ٻوڙي
پَرڏيهيءَ جي پُٺِ مَ پوُ ڙي،
تَرَ ۾ ترسَ اَٽئي تَڪَ ٽوڙي:
هِتِ تا ڪانَہ گهڙَي هِڪ گهاري.

*(رسالو سچل سرمست- مرتب: عثمان علي انصاري، 2007ع، ص: 237)*

**جهولي لال** (فلم): سنڌي فلم جهولي لال 1964ع ۾ ممبئي، هندستان ۾ ٺهي. هيءَ فلم پروفيسر رام پنجواڻيءَ جي ناول 'آهي نہ آهي' تي آڌاريل آهي. هن فلم ۾ جهولي لال جي مهما بيان ڪيل آهي. جهولي لال فلم ۾ ويساهہ ۽ اَويساهہ تي ڪهاڻي فلمايل آهي. هن فلم جا گيت پرسرام 'ضَيا' لکيا هئا. رهيل گيت سندس وفات کان پوءِ مشهور گيتڪار شاعر، گوورڌن ڀارتيءَ لکيا، جن کي موسيقي، مشهور موسيقار سي. ارجن ڏني. هن فلم جا گانا عوام ۾ ڏاڍا مقبول ٿيا. هن فلم ۾ هندي فلمن جي مشهور پلي بئڪ سنگر مهيندر ڪپور کان سنڌي گيت ڳارايو ويو، جيڪو ڏاڍو مقبول ٿيو. فلم جو هدايتڪار ديپڪ آشا هو. هن فلم ۾ پروفيسر رام پنجواڻي، نٽن راج پنٽو ۽ ديپڪ آشا جي اداڪاري لاجواب آهي. هن فلم جا ڪلاڪار: رام پنجواڻي، رتنا، آنند، چندرا ميرچنداڻي ۽ نٽن راج پنٽو هئا. فلم ۾ پلي بئڪ سنگر جي حيثيت ۾ پروفيسر رام پنجواڻي، ماسٽر چندر، گرڌر ميراڻي، آشا هرگناڻي ۽ مهيندر ڪپور جا آواز شامل آهن. فلم تمام ڪامياب وئي. هن فلم جي وي. سي. ڊي بہ نڪتل آهي. هيءَ فلم ڪيسٽن وسيلي سنڌ ۾ بہ آئي ۽ ان کي پسند ڪيو ويو.




**جهولي لال ڊرئميٽڪ سوسائٽي، حيدرآباد**: هي ڊرئميٽڪ سوسائٽي 1980ع ۾ ابو بلاول قائم ڪئي، جنهن جو مکيہ ليکڪ ۽ هدايتڪار نادر بلوچ هو. هن ناٽڪ منڊليءَ جي پيش ڪيل ناٽڪن مان 'بايونڪ ڀنيوري' گهڻو مقبول ٿيو هو. هن ڊرامي ۾ حصو وٺندڙ اداڪار روما ناز، ابو بلاول، منظور مراد ۽ ناصر بلوچ هئا.

**جهومر**: هيءُ عورتن مٿي جو زيور آهي، جيڪو وزن ۾ ڳرو ٿيندو آهي. جهومر کي 'مرزو' بہ چوندا آهن. هن وزندار ڇل ۾ 'هُڪُ' بہ ٿئي ٿو پنڙيون، ٽلڪيون ۽ لٽڪڻا بہ ٿين. بناوت جي لحاظ کان چئن حصن ۾ ورهايل ٿيندو آهي: (1) هُڪ وارو ڀاڱو (2) وچ واري پٽري، (3) هيٺاهين پٽري، (4) لٽڪڻو. عورتون جهومر مٿي جي ساڄي پاسي کان ڀِرون تائين پائينديون آهن، جنهن پاسي نٿ هوندي آهي، انهيءَ پاسي جهومر نہ پائبي آهي. سنڌ ۾ جهومر جو استعمال عام آهي. زميندار بہ جهومر گهڙائيندا آهن. جهومر اڪثر شاديءَ ۾ پائبو آهي. پر شاديءَ کان اڳ نہ پائبو آهي. جهومر لاءِ گهٽ ۾ گهٽ پنج تولا سون گهربل هوندو آهي. جهومر تي ميناڪاري ۽ مٽين جي جڙت بہ ٿيندي آهي.


جهومر

**جهومرا** (تال): هي چوڏهن ماترائن جو تال آهي، جيڪو چئن حصن ۾ ورهايل آهي. هن جو پهريون ۽ ٽيون حصو ٽن ماترائن، ٻيو ۽ چوٿون حصو چئن ماترائن جو هوندو آهي، جڏهن تہ اٺون حصو خالي هوندو آهي، چوٿين ۽ يارهين حصي ۾ ماتراتي تالي ايندي آهي. پهريون ٺيڪو: ڌن ڌا ترڪٽ، ڌن ڌا تت، تن تا ترڪٽ، ڌن ڌن ڌا تت، ٻيو ٺيڪو: ڌن ڌا ترڪ، ڌن ڌن ڌا ترڪ، ڌن ڌن ڌا ترڪي، تن تا گي ترڪ ڌن ڌن ڌاڳي ترڪ ۽ ٽيون ٺيڪو: ڌن نا ڪڙنڪ، ڌن نا تت تا، ڪت تا ڪت نڪ، ڌن نا ڌن تا آهي.

**جهونا شاهبندر**: هيءُ ٺٽي ضلعي ۾ واقع قديم سامونڊي بندر آهي، عام طرح تاريخ ۾ 'شاهہ بندر' جو نالو ملي ٿو، جو ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي تعمير ڪرايو هو. 'جهونا شاهبندر' وارو نالو ويجهي ماضيءَ جو آهي. آڪٽوبر 1993ع ۾ هڪ فرينچ آرڪيالاجسٽ هن ماڳ کي ڏٺو ۽ ڪجهہ حصا کوٽائي ڪرايا. هن جي چوڌاري نديءَ جو پاٽي آهي. 'جهونا شاهبندر'، لاهري بندر،




لاڙي بندر، لوهرياڻي بندر، جاڪي بندر، اوگها بندر ۽ ديول بندر. هڪ ئي ماڳ جا مختلف نالا هجڻ ڪري، هن ڏس ۾ پڪ سان ڪجهہ چئي نہ ٿو سگهجي. جهونا شاهبندر ۾ ٽن تعميرات جي نشاندهي ٿي آهي.

(1) قلعو ۽ حاڪم جو محل، (2) مسجد، (3) ڪجهہ ٻيون اڏاوتون.

قلعو پڪين سرن جو ٺهيل آهي، جنهن جي ماپ 100x100 ميٽر چورس رٽ آهي. زمين جي مٿاڇري کان 3.30 ميٽر اوچو، ڀتيون 1.70 ميٽر ٿلهيون ۽ هر ڪنڊ تي هڪ برج ٺهيل آهي. قلعي جي لنگهہ وٽ ڪجهہ ڪمرن ۽ قلعي توڙي ٻين عمارتن جا نشان بہ مليا آهن. ان عمارت کي وقت جي حڪمران جي رهڻ جي جاءِ سڏيو ويو آهي. عمارت قلعي جي اتر اوڀر واري ڪنڊ ۾ آهي. هي قلعي ۾ هڪ خاص جاءِ آهي، جنهن ۾ ٻارهن

ڪمرن جا نشان ملن ٿا. ڪمرا مختلف ماپن ۾ نمونن جا ٺهيل آهن، جيڪي چئن مختلف دورن جي نشاندهي ڪن ٿا. پيڙهہ ۾ وڏا پٿر ۽ پاڻي نيڪال لاءِ ناليون پڻ مليون آهن.

مسجد قلعي جي وچ تي ٺهيل آهي، جا پَڪسِرِي ٿلهي تي ٺاهي وئي هئي، اولاهين پت تي محراب ٺهيل آهي. قلعي کان ٻاهر بہ هڪ مسجد ٺهيل آهي. اها مسجد قلعي جي ڏکڻ- اوير ڪنڊ تي 250 ميٽرن جي مفاصلي تي ٺهيل آهي. هيءَ مسجد ٺٽي جي دابگير مسجد جي همعصر ڏسجي ٿي. هن وقت مسجد شهيد ٿيل آهي. فرش تي پيلين ۽ سايون ڪاشيءَ جون سرون استعمال ڪيون ويون هيون.

ٽين عمارت محصول اوڳاڙڻ وارن جي چٺي وجي ٿي. هيءَ عمارت قلعي جي اوپر ۾ ٺهيل آهي. اها عمارت 3.35 ميٽر زمين جي مٿاڇري ڪان مٿي اڏيل آهي. عمارت 10 ميٽر ڊگهي (اتر- ڏکڻ) ۽ 8 ميرويڪري (اوير -اولهہ) ٺهيل آهي. ان کان سواءِ هتي ڇهن ڪمرن جي رهائشي عمارت جا نشان بہ مليا آهن. جتان ڪوڪا ۽ ڪاشيءَ جا ٽڪرا بہ مليا آهن. جنڊ جو پٿر، ڏيئا، ٽامي جون ٺهيل سينگار جون پيتيون، ننڍڙا پاتوڙا ۽ تور جا وٽ بہ مليا آهن. هي اسلامي دور جو ماڳ آهي. آرڪيالاجي عملي جي مدد سان مڪمل کوٽاين ذريعي گهڻي معلومات ملي سگهي ٿي.

**جهونا ڳڙهہ**: جهونا ڳڙهہ تاريخي شهر آهي جيڪو ڀارت جي رياست گجرات جي جهوناڳڙهہ ضلعي جو هيڊڪوارٽر آهي، هي شهر 31′ 21° اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 28′ 70° اوير ڊگهائي ڦاڪ تي، گرنار جبل جي دامن ۾ گانڌي نگر جي اتر اولهہ طرف 355 ميلن جي پنڌ تي واقع آهي. هن شهر کي



جهوناڳڙهہ شهر جو هڪ ڏيک

اڳ ۾ 'سورٺ' سڏيندا هئا. 'سورٺ راءِ ڏياچ' واري قصي جي بہ جهونا ڳڙهہ سان نسبت آهي، راءِ ڏياچ اتان جو حڪمران هو جنهن کي شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح پنهنجي شاعريءَ ۾ خوب ڳايو آهي. جهوناڳڙهہ جي لفظي معنيٰ آهي "پراڻو قلعو". جهونا ڳڙ جو ذڪر شاهہ لطيف هيٺين ريت ڪيو آهي:

مَحَلين آيو مَڱڻو سازُ ڪَٺي سُرَندو
سِرَجي صَدا سَرِ ۾، گهورَ هَٽِي گهُرَندو
مَٿي رءِ مَلُوڪَ جي چارَڻُ نہ چُرَندو
**جُهونا ڳَڙهہ** جُهرَندو، پوندِي جهانءِ جَهروڪَ ۾.

*(بلوچ ڊاڪٽر، شاهہ جو رسالو 'سچو سريستو صحيح رسالو' سُر سورٺ، داستان پهريون، بيت نمبر 01، صفحو نمبر 405.)*

شهر جي وچ ۾ اڄ بہ اهو وڏو قلعو ٺهيل آهي، جنهن لاءِ تاريخن ۾ اچي ٿو تہ موريا گهراڻي جي شهنشاهہ 319 ق. م ۾ ٺهرايو هو جيڪو ڇهين صدي عيسويءَ تائين ڪتب ايندو رهيو 300 سال پوءِ 976 عيسوي ساڳئي هنڌ تي هيٺهر قلعو جوڙيو ويو 800 سالن جي عرصي ۾ اهو قلعو 16 ڀيرا ڊٺو ۽ ٺهيو انهيءَ ڪوٽ ۾ اشوڪا جي فرمانن جا بہ ٽنيا بہ ڪتل آهن، جيڪي برهمي ليپيءَ ۾ پالي ٻوليءَ ۾ لکيل آهن ۽ 250 ق. م جا چيا وڃن ٿا. ساڳي گرنار جي ٽڪريءَ تي 150 صديءَ عيسويءَ جون ڪجهہ ٻيون لکتون بہ ملن ٿيون، جيڪي ستين جي دور جون چيون وڃن ٿيون. گپتا شهنشاهيت جي آخري فرمانروا اسڪندا گپتا جي دور جون لکتون، جيڪي 450 عيسويءَ جون آهن، اهي بہ گرنار جي هڪ ٽڪريءَ تي اڪريل آهن. ٻڌن جا غار جيڪي 500 ق. م جا آهن ۽ انهن تي گل ٻوٽا اُڪريل آهن، سي بہ هتي موجود آهن. هن خطي تي ميتراڪا قبيلي وارن 475ع کان 767ع تائين حڪومت ڪئي. شهنشاهيت جو بنياد رکندڙ ڀاتاراڪا اصل ۾ گپتا شهنشاهيت طرفان هتي گورنر مقرر ٿيل هو جنهن بعد ۾ بغاوت ڪري گجرات ۾ پنهنجي راج شاهي ۽ آزاد حڪومت جو اعلان ڪيو. سندس حڪومت 524 عيسويءَ ۾ ختم ٿي وئي. ان کان 11هين کان 12هين عيسوي صديءَ تائين سولنڪين جي چوسيلا راج شاهيءَ جي تاريخ ملي ٿي، جيڪا 12 صدي عيسويءَ جي آخر ۾ ختم ٿي وئي. 1299ع ۾ گجرات کي مسلمانن فتح ڪيو تہ جهوناڳڙهہ بہ سندن قبضي ۾ اچي ويو. گجرات ۾ مسلمانن جي باقاعدي حڪومت 1407ع ۾ محمود بيگڙي جي ڪاهن سان ٿي. جنهن جهوناڳڙهہ کي 1467ع ۾ فتح ڪيو ان دور ۾ قلعي جي مرمت جو ڪم ٿيو. محمد بهادر خانجي پهرين، احمد جي سلطان سان گڏ جهوناڳڙهہ تي قبضو ڪيو. جيڪو مغلن طرفان 1758- 1735ع تائين جهوناڳڙهہ جو گورنر رهيو. ان کان پوءِ مغلن طرفان هيٺيان گورنر مقرر ڪيا ويا: (1) محمد مهابت خانجي (I 1375ع- 1758ع)؛ (2) محمد حميد خان جي پهريون (1811- 1775ع)؛ محمد بهادر خان جي ٻيو (1840- 1811ع)؛ محمد حميد خان جي ٻيو (1851- 1840ع)؛ محمد مهابت خان جي ٻيو (1882- 1851ع)؛ محمد رسول خانجي (1911- 1892ع) ۽ محمد مهابت خان جي ٽيون (1948- 1911ع).

جيئن تہ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ هندستان تي پنهنجو مڪمل قبضو 1818ع ۾ قائم ڪري ورتو هو. پر سوراشٽر ڪڏهن بہ ان جي هٿ هيٺ نہ آيو ان ڪري انگريزن سوراشٽر کي 100 کن رياستن ۾ ورهائي راجائن ۽ مها راجائن جي حوالي ڪيو جن جو وجود 1947ع تائين قائم رهيو. نواب مهابت خانجي ٽئين، 15 سيپٽمبر 1947ع تي پنهنجي رياست جو الحاق پاڪستان سان ڪيو جڏهن تہ پاڪستان جي ڪا بہ سرحد جهوناڳڙهہ سان ملندڙ نہ هئي، پر هن جو چوڻ هو تہ جهوناڳڙهہ سمنڊ رستي پاڪستان سان مليل آهي، پر هين راجائن منگرول ۽ ٻيبير واد سندس مخالفت ڪري جهوناڳڙهہ کي هندستان سان ملائي ڇڏيو مهابت خانجي ڪراچي هليو آيو ۽ 1960ع ۾ وفات ڪيائين. شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جو والد سر شاهنواز ڀُٽو پڻ جهوناڳڙهہ جو ديوان رهيو.

جهونا ڳڙهہ شهر جي آدمشماري 2011ع ۾ ٽي لک ويهہ هزار آهي. هتي جي تعليم جي شرح 75% سيڪڙو کان مٿي آهي ۽ هتي تمام گهڻا تعليمي ادارا آهن هتي جي خاص ۽ ڏسڻ جوڳين جاين ۾ سومنات مندر،

گرنار جبل، اشوڪ شيلا ليک، شڪر باغ چڙيا گهر، جهنگلي جانور جو عجائب گهر، دربار حال ميوزم، گائتري مندر، ڏاتار جبار، سائنس ميوزم، موتي باغ، نرسنگ مهتا ڍنڍ، موج ڪنڊ جون غارون ۽ اپر ڪوٽ وغيره آهن. اپر ڪوٽ نالي هڪ قلعو به ڏسڻ جهڙين جاين مان آهي.

**جهوناڳڙهہ قلعو** (بيڪانير، راجستان): هيءُ قلعو ′02 °28 ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ′32 °73 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي بيڪانير ۾ موجود آهي. هيءُ قلعو راجستان جي ٿر واري علائقي ۾ اراولي جابلو سلسلي سان، بيڪانير شهر ۾، جيسلمير ۽ جوڌپور شهرن سان ٽڪندڙ ناهي ٿو. هتي پٿر جو هڪ ننڍو قلعو موجود هو جيڪو 1478ع ۾ راؤ بيڪا ٺهرايو هو. راؤ بيڪا، اصل ۾ بيڪانير شهر جو بنياد وجهندڙ مهاراجا رائو جوڌا راٺوڙ جو ٻيو نمبر پٽ هو. هن راجستان جي انهيءَ علائقي تي قبضو ڪري اتي پنهنجي الڳ راج شاهي قائم ڪئي.



جهونا ڳڙهہ قلعو

اٽڪل سو سالن کان پوءِ راجا راءِ سنگهہ، (جيڪو مغل بادشاهہ اڪبر جي فوج جو جنرل هو) هتي 1571ع ۾ پنهنجو راج قائم ڪيو. هن کي اڪبر بادشاهہ جي دربار ۾ وڏي پهچ هئي ۽ وڏو لشڪر هر وقت مغلن جي حڪم تي پيرويءَ لاءِ تيار رکندو هو. هن مغلن جي فوج سان گڏ ميواڙ کي فتح ڪيو. جنهن ڪري کيس گجرات ۽ برهانپور جون جاگيرون عطا ڪيون ويون. جاگيرن جي آمدني مان هن متانهين سڏي ميدان تي جهوناڳڙهہ جو قلعو ٺهرايو. جنهن جو سراسري اتاءُ (Elevation) 760 فوٽ هو. هن قلعي جي بنياد رکڻ جي رسم 17 فيبروري 1589ع تي ادا ڪئي وئي، جڏهن ته قلعو 17 جنوري 1594ع تي جڙي راس ٿيو. راجا راءِ سنگهہ جي خود آرٽ ۽ اڏاوتن جو چاهو ۽ دلداده هو جنهن ڪري قلعو اڏاوت توڙي خوبصورتيءَ جي لحاظ کان ٿرجي وچ ۾ هڪ شاندار اڏاوت ثابت ٿي. ڪرن سنگهہ (1631-1639ع) هن قلعي ۾ پهريون محل جوڙايو ان کانپوءِ جيڪو راجا آيو تنهن هن قلعي ۾ محل ماڙيون ۽ مندر وغيره ٺهرايا.

جهونا ڳڙهہ جي قلعي ۾ ڪيترا محل ۽ مندر پٿر ۽ ماربل سان ٺهيل آهن، جن تي بالڪونيون، ڪوسڪ، دريون، دروازا نهايت خوبصورت ڏنل آهن. هي قلعو رٿ ۾ چورس آهي، جنهن جي ڊيگهہ ۽ ويڪر 1078 وال (986 ميٽر) ڪل 63119 چورس والن (5.28 هيڪٽر) جي ايراضي ۾ پکڙيل آهي. قلعي جون پٽيون 14.5 فٽ ويڪريون ۽ 40 فٽ اوچيون آهن. قلعي جي چوڌاري 20-25 فٽ اونهي کاهي کوٽيل هئي، جنهن جي بنياد ۾ ويڪرائي 15 فوٽ ۽ مٿي چوٽي وٽ ويڪر 30 فٽ هئي، پر اها کاهي گهٽو وقت هلي نہ سگهي ۽ پورجي وئي. قلعي کي ڪل 37 برج ۽ ست دروازا ڏنل آهن (ڪن فقط بہ دروازا لکيا آهن). هي قلعو بيڪا قلعي واري جاءِ تي اڏيو ويو آهي. قلعي ۾ اندر هندن ۽ جينين جي مندرن ڪانسواءِ ڪيترائي محل ٺهيل آهن. قلعو نج راجستاني اڏاوت جو نمونو آهي، جنهن ۾ ڦڪي ۽ ڳاڙهسري پٿر جو استعمال ٿيل آهي.

**جهيتو (راند):** هن راند کي 'ٻلهاڙو' بہ چوندا آهن. هن راند ۾ ٻہ ٽولا ميدان ۾ آمهون سامهون بيهندا آهن. ٻنهي ٽولين جي وچ ۾ ليڪو ڪڍيل هوندو آهي. هڪ ٽوليءَ جي رانديگرن کي 'جهل' ۽ ٻئي رانديگرن جي ٽوليءَ کي 'واچ' جا رانديگر چيو ويندو آهي. جهل جا رانديگر پنهنجي پاسي بيٺا هوندا آهن. جڏهن تہ واچ جي رانديگرن مان واري واري سان هڪڙو جاچ ڪرڻ ويندو آهي، جيڪو جهل جي رانديگرن مان ڪنهن هڪ کي هٿ لڳائي واپس ليڪي تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، هٿ لڳل جهل وارو رانديگر کيس قابو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، اگر هڪ دفعو واچيندڙ رانديگر جهلجڻ کانپوءِ ڇڏائي ويو تہ رنس ان جي ٿي، اگر مقرر وقت ۾ نہ ڇڏائي سگهيو تہ رنس جهليندڙ رانديگرن کي ملندي. رنس جو فيصلو ڪرڻ لاءِ امين مقرر ٿيل هوندو آهي. هن راند کي مختلف هنڌن تي مختلف نمونن ۾ کيڏبو آهي، پر مکيہ آهن: (1) ٻلهاڙو، (2) ٽہ-تري ٻلهاڙو. ٻنهي جي کيڏڻ جو طريقو بہ مختلف آهي. هي راند مختلف علائقن ۾ مختلف نموني کيڏي وڃي ٿي.

**جهير:** هيءَ راند ٻار ٽوليءَ جي صورت ۾ حد مقرر ڪري کيڏندا آهن. مقرر حد جي وچ ۾ ڪاني کوڙيندا آهن، جنهن کي 'جهير' يا 'جهوپڙو' چئبو آهي. هن کي لڪ چپ يا لڪ لڪوٽي راند بہ چوندا آهن. ٻار راند جي شروع ۾ گڏجي جهير کان پري وڃي بيهندا آهن ۽ گڏجي ڊوڙي وڃي جهير کي هٿ لڳائيندا آهن. جيڪو آخر ۾ هٿ لڳائيندو، ان کي جهير وٽ بيهاريندا آهن، جهير وٽ بيهندڙ ٻار اکيون بند ڪري ويهندو آهي ۽ ٻيا ٻار الڳ الڳ وڃي لڪندا آهن، پوءِ لڪل ٻارن مان هڪڙو سيٽِ وڄائيندو آهي، تڏهن جهير وارو ٻار اکيون کولي لڪل ٻارن کي ڳوليندو آهي، پوءِ لڪل ٻارن مان ڪنهن هڪ کي هٿ لڳائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ ٻار ڀڄي وڃي جهير کي هٿ لڳائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. جهير وارو ٻار لڪل ٻارن مان ڪنهن هڪ کي جهير تي پهچڻ کان اڳ هٿ لڳائي ويو تہ اهو ٻار جهير تي اکيون ٻوٽي ويهندو، جيڪڏهن سڀ ٻار جهير کي هٿ لڳائي ويا تہ پوءِ ساڳيو ٻار ٻيهر جهير وٽ اکيون ٻوٽيندو. هي راند سنڌ ۾ اڪثر هنڌن تي رچائي وڃي ٿي.

**جهيرٽو:** جهيرٽو ڏڌ ولوڙڻ جي ڪم ايندو آهي. مالوند ماڻهوٽن کان چئن فوٽن جي ٻاٺوري، ڪِرڙ يا اَڪ جي سڌي ڪاني آڻي، ان کي ٻاهر تي سيکي، ان جا چوڏا لاهي، چاڪوءَ يا ڪنهن ٻئي تيز ڌار واري اوزار سان هڪ چيڙي کي چيري پنج کان ڏهہ ڦنگون ٺاهيندا آهن. ڪاٺيءَ جي سنهي چيٽ کڏي ڦنگن جي وچ ۾



گولائيءَ سان چلي وانگر ٻڌي. ڦنگن کي هڪ ٻئي کان ٻہ ٻہ انچ پري بيهاريندا آهن. ان ڪانپوءِ ڪجهہ ڏينهن اس ۾ رکي ڇڏيندا آهن تہ جيئن ڪائيءَ مان پنهنجي اصل خوشبوءِ ختم ٿي وڃي. ان نموني جهيرٽو تيار ٿي ويندو آهي. هيءَ عام مانڌاڻيءَ کان ننڍو ٿيندو آهي، جڏهن تہ موجوده وقت ۾ پلاسٽڪ جا جهيرٽا بہ استعمال ٿين ٿا. ٻهراڙين ۾ مالوند ماڻهو سنا ناهيل جهيرٽا هڪ ٻئي کي تحفي طور بہ ڏيندا آهن.

**جهيرٽو** (مانڌاڻو گاهہ): هيءَ ٿر جو مشهور گاهہ آهي، جنهن جو شاهہ سائينءَ بہ پنهنجي بيتن ۾ ذڪر ڪيو آهي. جهيرٽو گاهہ وڏو ٿيندو آهي ۽ ان ۾ سنگ ٿيندا آهن، جيڪي جهيرٽي يا مانڌاڻيءَ جهڙا هوندا آهن. ان ڪري هن کي جهيرٽو گاهہ چيو ويندو آهي. هي گاهہ ٿر ۾ مال لاءِ سٺو چارو آهي. اهو گاهہ ڀٽن، پاساڻن ۽ زرخيز زمين ۾ ٿيندو آهي. سڪڻ ڪانپوءِ بہ سڄو سيارو مال لاءِ چارو مهيا ڪندو آهي. هيءَ گاهہ ڏٽ ۾ شمار ٿئي ٿو.

**جهيمل**: تعلقي شهداد پور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شاهہ بيگ پنگوار، پورو، دلمراد رند، بخشو رند، گل محمد رند، يارمحمد جمالي، حاجي بچل پنگوار، عثمان ڪيريو، پير عبدالحئي، پيڙو، پير احمد شاهہ، پير بخش مهر، دلاور ڏيپر، ڏٽي پرتو خاصخيلي، غلام حيدر رند، شمس الدين وڪيل ڳوٺ، مير خان پنگوار، سجاول لڪي، سائينداد مغيري ۽ غلام محمد ميمڻ.

**جهيمڻ**: جهيمڻ، ٿر ۾ شاديءَ جي هڪ رسم آهي. جنهن ۾ گهوٽ جون ساليون ۽ ٻيون عورتون گهوٽ جي ساهرين گهر اچڻ وقت جهيمڻ گيت ڳائي گهوٽ جو رستو ٻڌنديون/روڪينديون آهن. جنهن بعد گهوٽ گيت جو جواب ڏئي واٽ کي کوليندو آهي. انهيءَ رسم کي جهيمڻ 'ٻڌڻ' جي رسم چوندا آهن. جهيمڻ 'ٻڌڻ' جا ٻول هن ريت آهن.

اچو اچو ٻَگُلو، لَئِي مَٿي لاٽ،
هلو چلو نانِي جِي، ٻَڌِي پَئِي اَهي واٽ.

[اچو اچو ٻگهلو، لئي (وڻ) مٿان لاٽ،
هل هل ناني ڙي! ٻڌي پئي آ واٽ!]

ٻير مٿي ٻاٻيهو، لَئِي مَٿي لاٽ،
هلو چلو نانِي جِي، ٻَڌِي پَئِي اهي واٽ.

[ٻير جي (وڻ) تي ٻاٻيهو، لئي مٿي لاٽ،
هل هل ناني ڙي! ٻڌي پئي آ واٽ!]

گهوٽ 'جهيمڻ' ٻڌل واٽ کولڻ لاءِ هيٺيون جواب ڏيندو، واٽ کوليندو اڳتي وڌندو ويندو آهي:

چندا تانهجي چانڊٽي، سُتي پلنگ وچار،
جڏهين جاڳان هيڪلِي، ڪُني ڀهلِي ڊار.

[اي چنڊ تنهنجي چانڊوڪيءَ ۾ پلنگ وچائي ستي پئي آهيان
آءٌ اڪيلي جاڳان پئي، ڪني (تلوار) جي ڀھرينءَ ڊار وانگر!]

وهي نوننا، وهي پنگڙا، وهي ڪالهوٽا ہار،
مارا مارگ موڪرا، ٿارا مارگ ٻڌا چٽي، ہار هي ماس!

[هو ڏس نوننا، پنگلا ۽ ڪالوڪا هارڙا وڃن پيا، واٽ کُلي پئي آهي.
منهنجي واٽ ويڪري (کُليل) آهي، پر تنهنجي واٽ ٻارهين مهينا ٻڌي پئي آهي.]

جهيمڻ نہ کولي سگهڻ جي صورت ۾ گهوٽ، گيت چوندڙ عورتن ۽ پنهنجن سالين کي خرچي ڏئي، پنهنجي جان ڇڏائيندو آهي.

**جهينگو/ گانگٽ**: جهينگو مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. جهينگو/گانگٽ عربي سمنڊ ٺوڙي سنڌو درياهہ ۾ عام جام ٿيندو آهي. جهينگو عام ماڻهو شوق سان کائيندا آهن. لاڙي لهجي ۾ ننڍي گانگٽ کي 'هَڪم' چئبو آهي، جيڪو 'حبشي گانگٽ' بہ ڪوٺبو آهي. گانگٽ يا جهينگو ٻن نمونن جو ٿيندو آهي. هڪ اڇو ميرانجهڙو ۽ ٻيو سائو ڪارسرو. گانگٽ جي مغز جو رنگ سُرخ


جهينگو / گانگٽ

بہ ٿئي تہ ڪٿي هيڊو ۽ چٽڪمرو بہ. سڄي جهينگي/ گانگٽ کي مختلف رنگ بہ ٿين ٿا. گانگٽ جو گوشت اڇو شيشي جهڙو ۽ پچائڻ کان پوءِ سفيد کير جهڙو ٿي پوندو آهي. هن ئي نسل جو هڪ گانگٽ سمنڊ ۾ ٿيندو آهي، جيڪو ڳچيءَ وٽ ٿورو سنهو ۽ نرم ٿيندو آهي، جنهن کي "ڪيڪٽ" بہ چوندا آهن. ڪارو سائو گانگٽ سمنڊ ۾ گهٽو ملي ٿو. جهينگو انتهائي سوادي ۽ گرم مڇي آهي، جيڪو ٻاهرين ملڪن ڏانهن دٻن ۾ پيڪ ٿي وڪري لاءِ ويندو آهي. گانگٽ ٻن کان وٺي ستن اٺن انچن تائين ڊگهو ٿيندو آهي. هي ٺولهہ وڏ ۾ وڏ هڪ ڏيڊ انچ جيترو ٿيندو آهي. جهينگو ڪراچيءَ جي ساموندي ڪناري تان بہ گهڻي تعداد ۾ ماريو ويندو آهي ۽ پرڏيهہ درآمد ڪبو آهي. ڄامشوري واري پل ٺهڻ کان پوءِ جهينگو مٿي ڪونہ ٿو چڙهي نہ تہ اڳ سکر تائين پهچندو هو جهينگو سنڌي ماڻهن جي مرغوب غذا آهي.

**جهيٽي روشنيءَ جا نظم** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب نوجوان شاعر رمضان نول (مرحوم) جي نثري نظمن جو مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ 'خوشبوءِ واري خاڪ' عنوان سان راشد مورائي: 'ڪهان جو ڪماچ سين' عنوان سان عبدالغفار تبسم ۽ 'نثري نظمن جو ڪاريگر' عنوان سان هدايت بلوچ جا تاثر شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ نوجوان ليکڪ آدرش ۽ ٻئڪ ٽائيٽل کيهر شوڪت لکيو آهي. هي ڪتاب سرمد پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران 1993ع ۾ ڇپيو پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي 96 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 60 رپيا آهي.






# ڄ

**ڄُوڄڻ:** 'ڄُوڄڻ' سنڌي ٻوليءَ جو قديم لفظ آهي، جيڪو سنڌ جي لاڙ واري علائقي ۾ اڄ به مالدار ماڻهو ڪم آڻيندا آهن. کير ڏيندڙ جانورن، جهڙوڪ: ڳئون يا مينهن کي پاڇيا ڏهائيءَ وقت پوين ڄنگهن ۾ جيڪو ونگ ۽ ڏنگ وجهندا آهن، اُن کي لاڙ ۽ ڪوهستان (خاص ڪري ٺاٺي بولا خان کان ٺٽي تائين) ۾ 'ڄُوڄڻ' چوندا آهن. جيئن ته 'ڄ' اکر جا لفظ تاريخ جي قديم زرعي دؤر کان پوءِ گهٽجي ياگي عام وهنوار واري ٻوليءَ مان ختم ٿي ويا آهن، پر خوشقسمتيءَ سان هي 'ڄ' سان شروع ٿيندڙ هڪ لفظ، ڄ اکر جي باقيات طور اڄ به مستعمل آهي. اُتر طرف 'ڄ' اکر، 'ن' ۾ تبديل ٿيڻ ڪري، اُتي 'ڄوڄڻ' يعني 'ونگ' کي 'نونجڻ' چوندا آهن، ٻئي طرف ٿر واري علائقي ۾ ان ساڳئي لفظ کي 'ٺهَنجڻ' چيو ويندو آهي.

ان کان سواءِ ڏُهائيءَ وقت ڳئون جو ڦَر، گابو يا گابِي، ڳئون جي اڳينءَ ڄنگهه سان ونگ ڏئي ٻڌبي آهي، اُن کي پڻ 'ڄُوڄڻ' چوندا آهن.



هنن تصوير ۾ ڳئون جو ڦَر، اڳينءَ ڄنگهه سان ڄوڄڻ ذريعي ٻَڌل آهي.



هنن تصوير ۾ عورت، ڳئون جي پوين ڄنگهن ۾ وَنگ/ ڄوڄڻ وجهي، کير ڏُهي رهي آهي.

# چ

**چاٽو**: حڪيم يعني ديسي طبيب مختلف پسارڪن وڪرن يا ماڪيءَ جي گهاٽي چاش مان مختلف مرضن لاءِ دوا ٺاهي مريضن کي ڏيندا آهن. جنهن کي چاٽو چٽبو آهي. حڪمت جي لحاظ کان چاٽو خاص ڪري ڪنگهه، نزيءَ جي سوج ۽ ڪرٽئي جو بهترين علاج آهي.

**چاپ** (رقص): چاپ بلوچستان جو ثقافتي رقص آهي، جيڪو قديم زماني کان وٺي اڄ تائين رائج آهي. هيءُ رقص عام طرح عورتون ۽ مرد الڳ دائرا ٺاهي ڪندا آهن. رقص ڪندڙ انبوهه جي وچ ۾ مگٹهار دهل ۽ شرنائيون



وڄائيندا آهن. جن جي ڌنن تي هيءُ ناچ ڪيو ويندو آهي. بلوچستان ۾ اڪثر ذاتين ۽ قبيلن ۾ خوشيءَ جي موقعن تي هيءُ ناچ ٿيندو آهي. عورتون وڏي دلچسپيءَ سان چاپ ناچ ڪنديون آهن.

**چاچر** (تال): موسيقيءَ جي فن ۾ هي ٻارهن ماترائن جو تال آهي، جيڪو چئن حصن ۾ ورهايل هوندو آهي. هن تال جو پهريون ۽ ٽيون حصو ٽن ٽن ماترائن جو، ٻيو ۽ چوٿون حصو چئن چئن ماترائن جو ٿئي ٿو. جڏهن ته اُن جو ائون حصو خالي هوندو آهي. ان سميت چوٿين ۽ ٻارهين حصي ۾ ماتراتي تال ايندي آهي. هن تال جو پهريون ٺيڪو ڌا- ڌن- ان- ڌاڳي- تن - ان. ناتن-- ان- ڌاڳي ڌن- ان ۽ ٻيو ٺيڪو ڌا- ڌا- آ- ت- ٽ - ت - ن. تا- تا- آ. ڌن- ڌن هوندو آهي.

**چاچڙ** (ذات): چاچڙ ذات يا قبيلو راءِ چاچڙ، جام چيوڙ خان پٽ راءِ وينون خان جي نسل مان آهي. هن ذات وارا سنڌونديءَ جي ڪناري سان سنڌ ۽ پنجاب جي مختلف شهرن ۾ آباد آهن. مالوند، زراعت ۽ زميندار ي ڪرت سان لاڳاپيل هن قبيلي جي اڪثريت ڪچي توڙي شهرن جي رهاڪو آهي.

'Encyclopedia of Tribes and Castes' موجب چاچڙ، سيلرو، سياڳو ۽ سوسار عمرڪوٽ جي راڄا، پنگا راءِ جا قيدي هئا.

ڊاڪٽر لعل بخش نائچ ۽ جاموٽ حاجي خان چاچڙ جي تحقيق موجب راءِ چيوڙ جي اولاد مان چاچڙ سان گڏ ٻيا ٻائر قبيلا: ڏاريجا، سيلرا، سڌ، لڌڙ، سرڙ، سپايا، سڏايا ۽ گهليجا وغيره ٿيا.

چاچڙ جو اولاد: (1) ڇتا خان مان ڇُتا پاڙو (جنهن تي سرداري پڳ آهي)، (2) جوڻاٽند خان مان جوڻاٽي پاڙو، (3) نارنگ خان مان نارنگاٽي پاڙو، (4) جوٽي خان مان جاٽيجا پاڙو، (5) ڏيءُ- راڄ بائيءَ مان راڄ ڏيهي پاڙو ٿيو.

ايس. صادق عليءَ جي ڪتاب 'The Races found in Sindh, Balochistan and Afghanistan' ۾ چاچڙ قبيلي جون هيٺيون شاخون ڄاڻايل آهن:

راڄ ڏيهي، موريا، جاٽيجا، جڳند، جوڳياٽي، ڇتا، ڪچا، ڪارڙا، اعواڻ، مغل، جوڳياٽي، جهپلا، ٻلياٽي، سياڳا، لُش، نورنگ، نارنگاٽي، روهيلا، متاٽي، گُلا، ڳاڙهيجا، سيتاري، ڏگهڙيجا ۽ باداٽي وغيره.

چاچڙ ذات جا ماڻهو سکر، گهوٽڪي، ڪشمور- ڪنڌڪوٽ، جيڪب آباد، لاڙڪاڻي ضلعن ۾ اڪثريت سان آباد آهن. سنڌن ڪجهه تعداد نوابشاهه، ٺٽي، ٿرپارڪر ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ به رهي ٿو جڏهن ته پنجاب ۾ ملتان، خوشاب، ٽوبه ٽيڪ سنگهه، سرگودا ۽ ساهيوال ۾ به چاچڙ رهن ٿا. جن مان ڪي 'راڻا' سڏائين ٿا. ان ڪان سواءِ ڪوٽ مٺڻ وٽ چاچڙان شريف ضلعي راڄڻپور ۾ به چاچڙ اڪثريت سان رهن ٿا. سرائيڪي علائقي ۾ رهندڙ چاچڙ برادري سرائيڪي ڳالهائي ٿي.

ٻارهين صدي هجريءَ جو نامور محدث ۽ عالم شيخ محمد حيات سنڌي به چاچڙ هو. جنهن جي اولاد مان مولانا عبدالقادر 'المُلا' تازو وفات ڪئي آهي. قبيلي جو سردار پهريان سردار علي مردان خان هو. سندس وفات کان پوءِ هاڻي هن قبيلي جو سردار سندس فرزند حاجي خان چاچڙ آهي، جيڪو به پيرا صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر پڻ رهي چڪو آهي. رسالي 'شريعت' جو ايڊيٽر مفتي عبدالوهاب چاچڙ، گهوٽڪي ضلعي جو مشهور سماجي اڳواڻ حاجي شاهنواز خان چاچڙ؛ تعليمدانن ۾ غلام محمد چاچڙ، عبدالحليم چاچڙ، شهزادو خان چاچڙ؛ محقق جاموٽ حاجي خان سنڌي؛ اڳوڻو ڊي. آءِ. جي عبدالله خان؛ آءِ. ٽي جو ماهر جاويد احمد چاچڙ؛ فارين سروسز ۾ محمد عثمان چاچڙ، سياسي سماجي اڳواڻ پپو خان چاچڙ، نديم احمد ايڊووڪيٽ؛ ڊائريڪٽر محتسب اعليٰ سکر، علي مراد چاچڙ کان سواءِ ڪجهه نوجوان اديب به هن ذات سان واسطو رکن ٿا.

**چاچڙ، حاجي خان**: سياسي، سماجي اڳواڻ، سردار حاجي خان چاچڙ، 12 مئي 1946ع تي پني عاقل ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم نيو ماڊل اسڪول ۽ گورنمينٽ هاءِ اسڪول پني عاقل مان ورتائين. اسلاميه ڪاليج سکر مان گريجوئيشن ڪيائين. پنهنجي والد سردار علي مردان خان جي وفات کان پوءِ چاچڙ قبيلي جو سردار ٿيو. حاجي خان چاچڙ سياست جي شروعات 1980ع واري ڏهاڪي کان ڪئي. ٽي ڀيرا ضلعي ڪائونسل سکر جو ميمبر ۽ پني عاقل مارڪيٽ ڪميٽيءَ جو چيئرمئن رهيو. 1988ع جي چونڊن ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي ڪامياب ٿيو ۽ 1990ع جي چونڊن ۾ به صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر بڻيو. سردار حاجي خان پنهنجي ڳوٺ ۽ ڪچي جي ڳوٺ قلاٽيءَ ۾ پرائمري ۽ مڊل اسڪول ٺهرايا. 1988ع ۾ پني عاقل شهر لاءِ سُئي گئس جي اسڪيم لاءِ تحرڪ ورتائين، جيڪا



اڳتي هلي 1992ع ۾ فراهم ٿي. هڪ اليڪشن ۾ فنڪشنل ليگ جي ٽڪيٽ تي چونڊ به وڙهيو. 2008ع جي چونڊن ۾ مسلم ليگ (ق) جي ٽڪيٽ تان بيٺل هو، پر محترمه بينظير ڀٽو جي شهادت واري المناڪ واقعي ڪان پوءِ چونڊ مهم بند ڪري، اليڪشني عمل کان پاسيرو ٿيو. 2010ع واري ٻوڏ دوران هن قبيلي جي مدد سان بندن جي مرمت ۾ چوڪسي ڪرائي علائقي کي بچايو. هن وقت ڳوٺ حاجي خان چاچڙ، تعلقي پني عاقل ۾ رهائش پذير آهي.

**چاچڙ، حاجي شاهنواز خان:** گهوٽڪي ضلعي جي مشهور سماجي شخصيت، حاجي شاهنواز خان ولد شفيع محمد چاچڙ، 15 جنوري 1929ع تي ڳوٺ ميرن دڙي، گهوٽڪيءَ ۾ جنم ورتو. سندن خانداني نسبت ناميا ري محدث ۽ عالم محمد حيات سنڌيءَ سان ملي ٿي. پرائمري تعليم اباڻي ڳوٺ ۾ پڙهي، 1946ع ۾ فائنل جو امتحان پاس ڪيائين. ان بعد سنڌ يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪري،



قانون جي تعليم وٺي 1958ع ڌاري ايل. ايل. بي جي ڊگري حاصل ڪئي.

عملي زندگيءَ جو آغاز فائنل پاس ڪرڻ بعد ڪيائين. پهريان شڪارپور جي هاءِ اسڪول ۾ استاد رهيو، پوءِ سکر جي گورنمينٽ بورڊنگ اسڪول ۾ انگلش ٽيچر ۽ هاسٽل جو وارڊن به رهيو. ڪجهه عرصي بعد نوڪري ڇڏي وڪالت ۽ سماجي ڪمن ۾ مصروف ٿي ويو. 1961ع ۾ سول جج ٿيو ۽ 1971ع ۾ ايڊيشنل سيشن جج طور ڊاڪا ۾ سندس مقرري ٿي، پر جوائن نه ڪيائين ۽ پنهنجي علائقي جي فلاح ۽ ترقيءَ کي ترجيح ڏنائين.

حاجي شاهنواز خان سياست ۾ به سرگرم رهيو. پاڪستان مسلم ليگ جو ضلعي صدر رهيو. ايوب خان جي دور ۾ بي. ڊي اليڪشن ۾ ڪاميابيءَ بعد مختلف ڪاميٽين جو چيئرمين رهيو. اڳتي هلي جڏهن پيپلز پارٽيءَ جو بنياد پيو ته پ. پ گهوٽڪي ريجن جي صدر طور سرگرم رهيو ۽ ڊسٽرڪٽ ڪائونسل سکر جو آخر تائين ميمبر رهيو.

حاجي شاهنواز پنهنجي سموري زندگي علائقي جي ماڻهن جي فلاح ۽ تعليمي ادارن جي قيام لاءِ وقف ڪئي. ڳوٺ دڙيءَ ۾ مڊل ۽ هاءِ اسڪول ۽ آسپاس جي ڳوٺن شاليواري، ميرن دڙي وغيره جا پرائمري ۽ مڊل اسڪول سندس ڪوششن سان قائم ٿيا. انهن ڳوٺن ۾ بجلي، ايريگيشن، صحت مرڪز ۽ جانورن جون اسپتالون به منظور ڪرايائين. گهوٽڪي شهر ۾ گورنمينٽ ڪاليج قائم ڪرايائين. گهوٽڪي لا ڪاليج جو باني ۽ پرنسپال رهيو. گورنمينٽ انٽر ميڊيئيٽ ڪاليج کي ڊگري ڪاليج جو درجو ڏيارايائين. گرلس هاءِ اسڪول گهوٽڪي ۽ پبلڪ اسڪول گهوٽڪيءَ جو قيام به حاجي شاهنواز جي ڪوشش سان ٿيو هن ڏي. سي هاءِ اسڪول گهوٽڪيءَ ۾ آرٽس ڪاليج جو قيام عمل ۾ آڻايو. اڳوڻو وزيراعليٰ، اختر علي. جي قاضي سندس ويجهو دوست هو. جنهن جي سهڪار سان جاڻايل تعليمي ڪم ڪرايائين. اسلاميه ڪوآپريٽو ايجوڪيشنل سوسائٽيءَ جو 1979ع کان 2007ع تائين جنرل سيڪريٽري، ان ڪانپوءِ 4 سال ان جو چيئرمين رهيو.

2000ع کان 2004ع تائين سنڌ بار ڪائونسل جو ميمبر ۽ 2009ع تائين ان جي ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ جو ميمبر رهيو. پاڻ ضلعي تعليمي ڪاميٽيءَ جو چيئرمين ۽ گهوٽڪي ڊسٽرڪٽ بار جو 2000ع کان 2004ع تائين پريزيڊنٽ رهيو. حاجي شاهنواز خان کي ادب سان به دلچسپي رهي. 'نياز' تخلص سان شعر به لکيائين. سندس شاعري ۽ لکيئون مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيون. حاجي شاهنواز خان، 22 فيبروري 2011ع تي وفات ڪئي.

**چاچڙ، عبدالوهاب مفتي:** ناميارو ديني عالم ۽ ماهوار 'شريعت' جو ايڊيٽر، مفتي عبدالوهاب ولد مولانا عبدالقادر چاچڙ، 26 مارچ 1942ع تي ڳوٺ ڪندي چاچڙ، تعلقي گهوٽڪيءَ ۾ پيدا ٿيو. پنجن سالن جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو. پنهنجي چاچي مولوي محمد يوسف جي سرپرستيءَ ۾ هن تعليم پرائي. 1956ع ڌاري چاچي ڪيس گهوٽڪيءَ جي مدرسه قاسم العلوم ۾ داخل ڪرايو جتان ابتدائي تعليم وٺي پوءِ مدرسه مدينة العلوم،



پني عاقل ۾ مولانا عبدالهادي ميمڻ وٽ اچي پڙهيو. جتي ڪيس وقت جي وڏي عالم حماد الله هاليجوي رح سان ملاقات جو موقعو مليو. هن بزرگ جو سندس وڏڙن سان ويجهو تعلق رهيو هو. ان ڪانپوءِ مدرسه قاسم العلوم مان 'شرح جامي ۽ قطبي' پڙهيو ۽ 1967ع ۾ سندس دستاربندي ٿي.

مولانا عبدالوهاب تعليم مڪمل ڪري قاسم العلوم گهوٽڪيءَ ۽ دارالعلوم حماديه، هاليجي شريف ۾ پڙهايو. 1970ع کان پوءِ هن مظهرالعلوم، منزل گاهه سکر ۾ به ڪافي سال درس ۽ تدريس ڏنائين. 1981ع ۾ روهڙيءَ ۾ اچي مدرسو قائم ڪيائين، جتي اڄ تائين پڙهائيندو رهي ٿو.

مولانا عبدالوهاب رسالن ۽ اخبارن ۾، علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي مشوري سان لکڻ شروع ڪيو. جيڪو ان وقت گهوٽڪي مدرسي ۾ پڙهائيندو هو. قاسمي صاحب جي مشوري سان نه ماهي 'الرحيم' ۾ ڪيترا مضمون لکيا. ان ڪانسواءِ مليرڊائجسٽ، روزاني هلال پاڪستان ۽ انقلاب وغيره ۾ به لاڳيتو لکندو رهيو.

1973ع ڌاري 'شريعت پبليڪيشن' جو بنياد وڌائين، جنهن اداري طرفان ماهوار رسالو شريعت ۽ ٻيا ديني ۽ اصلاحي ڪتاب ڇپائڻ شروع ڪيائين. پهريان ٽي سال رسالو مولانا فضل الله انڊڙ جي ادارت ۾ نڪرندو رهيو، ان کان پوءِ ان جو انتظام ۽ ادارت مفتي عبدالوهاب چاچڙ حوالي ٿي، جنهن رسالي ۾ اهم مذهبي ۽ قومي معاملن تي ڪارائتا مضمون ۽ ٻيا سلسلا پيش ڪيا. 'شريعت' رسالو اڃا تائين جاري آهي.

مفتي عبدالوهاب چاچڙ سنڌي، اردو، فارسي ۽ عربيءَ ۾ ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا آهن، جن جو تفصيل هن ريت آهي:

**سنڌي ڪتاب:** تفسير سهل البيان، (2) الفتاويٰ شرعيه (ٽي جلد)، (3) مرد ڪامل، (4) قرباني ۽ عقيقي جا مسئلا، (5) زڪوات جا مسئلا، (6) پيغمبر عليه السلام ۽ نيشلزم، (7) حرمين جو سفر، (8) من جي مالا، (9) ترجمو فتح القوي في نسب النبي صلي الله عليه وسلم، (9) عشر آرڊيننس جو جائزو. سندس ڪجهه سنڌي ڪتاب اشاعت هيٺ آهن.

اردوڪتاب : (1) عورت ڪي وزارت عظميٰ اور شريعت مصطفي، (2) عورت ڪي وزارت عظمي جائز هي، (3) ڪالا باغ ڊيم منصوبہ قرآن وسنت ڪي خلاف، (4) عشر آرڊيننس ڪا علمي جائزه، (5) سنڌ ڪا ڪيس. ان ڪان سواءِ 'ڪلوننگ ڪي شرعي حيثيت' ڪتاب ڇپائيءَ هيٺ آهي.

عربي تصنيفن ۾: 'تحقيق تحفت المحببين شرح الاربعين النوويہ الشيخ محمد حيات' آهي. ان ڪان سواءِ 'منار الحسنات في حيات الشيخ محمد حيات'، 'انتخاب علمي نڪات تفسير ڪبير'، 'تحفة الڪرام بذڪر العشر الحرام'، 'الباب في ابواب الحساب' ۽ ٻيا ڇپائيءَ هيٺ آهن.

فارسيءَ ۾ ہ ڪتاب: 'رهنماء صوفيان' (سوال وجواب) ۽ 'زهره ياسمين تفسير سورت ياسين' اڻ ڇپيل آهن.

**چاچڙڪي**: تعلقي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهورايو مير جت، ڪبڙ چاچڙ، چوڌري شفيع، چوڌري فقير محمد آرائين، اسلم ڪوٽ، عرفان صاحب، پٽيل ڏاڙهون ڪولهي.

- گهوٽڪيءَ جي تعلقي اُباوڙي ۾ ہ هڪ ديهہ هن نالي سان آباد آهي، جنهن ۾ ہ ڳوٺ آهن.

**چاچڪ**: چاچڪ هڪ قبيلو آهي.هن قبيلي وارن جي پويان بدين جي جوڻ تعلقي ۾ هڪ ڳوٺ بہ آباد آهي. اڳاٽي وقت ۾ ان ڳوٺ جي آسپاس واري علائقي کي "سرڪار چاچڪان" (چاچڪن جو پرڳڻو) سڏيو ويندو هو ان پرڳڻي ۾ شيخ موسيٰ ولد شيخ مغل نالي سان هڪ اولياءُ مشهور ٿيو جنهن جي مزار وڏي زيارت گاهہ هوندي هئي.

**چاچڪان پرڳڻو**: سترهين صدي عيسويءَ ۾ ٺٽي صوبي جي انتظام هيٺ آيل هڪ سرڪار/ پرڳڻي جو نالو چاچڪان هو. تاريخن ۾ آهي تہ هن پرڳڻي جا رهاڪو سڌا سنواٽا هئا. پر ميندار قوم وارا سرڪش هئا، جن کي ٺٽي جي گورنر مظفر معموري جي دور ۾ عبدالباقي جاگيردار سڌاري ضابطي ۾ آندو. سوڍا ۽ سميجا جيڪي نصرپور جي قبيلن سان ڳنڍيل هئا. اهي پڻ چاچڪان ۾ رهندا هئا ۽ عبدالباقي جي هٿان مات کائڻ بعد صلح سان رهڻ لڳا.

**چاچڪ شيخ مغل**: 'تحفة الطاهرين' ۾ شيخ محمداعظم بن شفيع محمد ٺٽويءَ جي لکت موجب: "شيخ مغل چاچڪ صاحب وجد، ڪشف ۽ ڪرامت جو صاحب هو. رات ڏينهن عبادت الهيٰءَ ۾ گذاريندو هو ۽ هڪ گهڙيءَ بہ آرام نہ ڪندو هو نصرپور جي هڪ رئيس کي ميرزا شاهہ حسن ارغون گهڻو وقت قيد ۾ رکيو. سندس مٽن مائٽن ان کي آزاد ڪرائڻ لاءِ گهڻا هٿ پير هنيا، پر ڪو بہ نتيجو نہ نڪتو. ان ڪري شيخ پرڪئي وٽ مدد لاءِ پهتا. جنهن ڪين هڪ ڳئون آڻڻ لاءِ چيو. تنهن تي رئيس جا مٽ مائٽ واپس ڳوٺ پهتا ۽ هڪ ڳئون پاڻ سان ڪاهي شيخ پرڪئي وٽ وڃڻ جو ارادو ڪيائون. وات تي ڏٺائون تہ شيخ مغل عبادت ۾ مشغول آهي. شيخ مغل هنن کي ڏسي هڪدم خادم کي موڪليو تہ هنن کي مون وٽ وٺي اچ. خادم انهن وٽ ويو تہ اهي سڀ جا سڀ گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳا. شيخ مغل کي گهڻو جوش آيو، پر صبر ڪيائين. جڏهن رئيس جا مٽ مائٽ ڳئون سميت شيخ پرڪئي وٽ پهتا تہ ان هنن کي جواب ڏنو ۽ ڳئون واپس ڪري ڇيائين تہ، توهان نيڪ مرد شيخ مغل کي رنجايو آهي، جنهنڪري منهنجو عمل ضايع ٿي چڪو آهي. ميرزا شاهہ حسن ارغون ان ئي ڏينهن ان رئيس کي قيد ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو."

**چادر**: چادر جي لغوي معنيٰ تہ ويڪرو ۽ ڊگهو ڪپڙو، رئو شال يا ڪنهن ڌاتوءَ جو پتر وغيره آهي، پر سنڌ ۾ ان جي اصطلاحي معنيٰ بہ رائج آهي، جيئن چادر تاڻي سمهڻ کي بي فڪرو ۽ اطمينان جو اظهار ڪرڻ. چادر چاڙهڻ مان مراد ڪنهن مزار تي پاڪ نالن واري يا گلن جي چادر چاڙهڻ وغيره. چادر پهرڻ وري پردي ڪرڻ وارو اصطلاح آهي، جڏهن تہ چادر ۽ چوديواريءَ کي عزت، ناموس ۽ ننگن جي تقدس جي معنيٰ ۾ ورتو ويندو آهي. ان ڪان سواءِ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي ڏنل هڪ اصطلاح موجب 'چادر وجهڻ' هڪ رسم کي بہ چوندا آهن، جنهن ۾ ڪنواري عورت کي چادر پهرائي ڪيس هميشہ لاءِ نڪاح وغيره ڪان آجو رکيو ويندو هو. جڏهن تہ سنڌ ۾ سڱاوتيءَ جون ڳالهيون طئي ٿيڻ بعد گهوٽيتا، مڱڻي يا شاديءَ ڪان اڳ ڇوڪريءَ کي لٽو يا چادر مٿي تي اوڍائيندا آهن. ان کي بہ 'چادر وجهڻ' چون ٿا.

**چادري**: چادري، برقعي جو هڪ قسم آهي. عام طور عورتن جي پردي لاءِ برقعن جا ہ قسم هوندا آهن. هڪڙو پشوري برقعو، جيڪو سفيد رنگ جو ۽ گهٽ ۾ گهٽ ڏهن والن جو ٺهندو آهي، جنهن ۾ مٿي تي ڪنگرن واري ٽوپي هوندي آهي ۽ فقط ٻن اکين واري جاءِ تي اُٽاوت سان جاري ٺهيل هوندي آهي. جنهن مان آسانيءَ سان نظر پوندي آهي (وڌيڪ ڏسو: **پردو، جلد ٽيون**). برقعي جي



ٻئي نموني کي چادري سڏيندا آهن، جيڪا ٻن حصن ۾ ٺهندي آهي. هڪڙو ڪلهن ڪان وٺي پيرن تائين جامو ۽ ٻيو حصو، جنهن کي رومالي چوندا آهن. مٿي تي پائبي آهي ۽ چيلهہ تائين بدن کي ڍڪيندي آهي (**وڌيڪ ڏسو برقعو جلد ٻهريون**).

**چاڏي**: چاڏي ڏڌ ولوڙڻ لاءِ ٺڪر جو هڪ خاص ٿانءُ آهي، جيڪو ٻهراڙين ۾ استعمال ڪيو وڃي ٿو هن ٿانوَ کي سنڌ اندر ثقافتي وٽ جي حيثيت حاصل آهي، جنهن جا آثار قديم ماڳن مان بہ ملن ٿا. چاڏي ڪُني ڪان ڪجهہ وڏي ٿيندي آهي ۽ اُن کي مائٽي بہ چوندا آهن.

**چار آڱر**: هٿ جي چئن آڱرين جيتري ماپ. سنڌ ۾ هي ڪپڙي، ڪاٺ وغيره جي ماپ جو نهايت قديم طريقو آهي. جنهن جي جدول هن ريت آهي:

چار آڱر برابر هڪ چاڙڪي

چار چاڙڪيون برابر هڪ هٿ

ہ هٿ بابت هڪ نري.

**چارا** (ذات): سميجا قبيلي جي هڪ ذات يا نُک جو نالو. هن چارا، ضلعي ٿرپارڪر ۽ سنڌ جي ٻين ڪجهه حصن (سانگهڙ وغيره) ۾ رهن ٿا. چارا ذات جو سلسلو هن ريت آهي: چارو پٽ سمو، پٽ رائڌڻ، پٽ ڪاڪو، پٽ سمو پٽ اُنڙ، پٽ لاکو، پٽ لاکيار، پٽ اوڍو، پٽ اوڍار، پٽ نيٽ، پٽ نوتيار، پٽ لواکس، پٽ رام، پٽ دسرت، پٽ اجيپار، پٽ پاڳيرٽ، پٽ جادم، پٽ سام.

**چارائو** (ديهه): تعلقي مٽياريءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

طاهر هگورو، سيدن جو ڳوٺ، محمد ابڙو، هاشم ساند ۽ هاشم هنگورو.

**چارتل جبل** (ماڳ): چارتل جبل جو نالو آهي، جيڪو سنڌ جي جابلو سرحد غيبي ديري، تعلقي قنبر واري ڪيرٿر جبل جي هڪ ننڍڙي حصي کي چئبو آهي. 'چاڙ' اصل ۾ مٽي چڙهڻ کي چئبو آهي. جيئن ته هن جبل تي ڪيترا رستايا لڪ آهن، ان ڪري هن جبل کي چارتل (چارن وارو) جبل سڏيو وڃي ٿو. هتي هڪ قبرستان آهي، جنهن جو وجود 915هه بمطابق 1509ع ۾ پيو. سنگيناڻي حسناڻي چانڊين جو وڏو ۽ سنگين خان هيو هتي دفن ٿيو.

**چار جاگير** (ذات): ضلعي ۽ تعلقي خيرپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چار جاگير، فقير خير محمد، حاجي هاليپوٽو، جمن هاليپوٽو خضر ڏاريجو، دائود، ملان بخش، ڦلائي، مار ڪائي ۽ فقير محمد.

**چار داڻا** (ڪتاب): منصور پبليڪيشن حيدرآباد جو پندرهون ڪتاب 'چار داڻا'، اردو ۽ هندي زبان جي ناميار افسانه نگار خواجه احمد عباس جي ڪهاڻين جو ترجمو آهي.




'چار داڻا' اصل ۾، خواجه احمد عباس جون هنديءَ ۾ تصنيف ٿيل چار ڪهاڻيون آهن. جن مان ٻه داڻا، 'امريڪا جو داڻو' ۽ 'چين جو داڻو' نالي ڪهاڻيون مڪتب شاهراهه دهليءَ وارن پنهنجي رسالي ۾ شايع ڪيون هيون، جن کي سنڌي زبان جي ناميار اديب ابن حيات پنهور سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري 'چار داڻا' (ڀاڱو پهريون) عنوان سان پهريون ڇاپو 1951ع ۾ ڇپرايو هو. جنهن جو ٻيو ڇاپو منصور پبليڪيشن، حيدرآباد 1984ع ۾ شايع ڪيو. ڪتاب جو ٽائيٽل نامور مصور علي اڪبر جو ٺهيل آهي. خواجه احمد عباس جون باقي ٻه ڪهاڻيون 'روس جو داڻو' ۽ 'پاڪستان جو داڻو' ترجمو ٿي نه سگهيون. 88 صفحن جي هن ڪرائون سائيز ڪتاب جي قيمت ڇهه روپيا آهي.

**چار درويش**[1] (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اصل ۾ هڪ مشهور فارسي ڪتاب جو ترجمو آهي، جيڪو امام بخش 'خادم' ڪيو هو ۽ ان کي مشهور اديب لطف الله بدويءَ ترتيب ڏئي ڇپايو هو. فارسيءَ ۾ لکيل 'چار درويش' ڪتاب جي مصنف بابت محققن ۾ ڪافي اختلاف آهن. هن ڪتاب جو اردوءَ ۾ ترجمو مير امن ڪيو هو، جنهن کي سنڌيءَ ۾ امام بخش خادم ترجمو ڪيو.




هن ڪتاب ۾ شام جي شهزاديءَ، حاتم طائيءَ، نيمروز جي ملڪ جي شهزاديءَ سميت بادشاهه آزاد بخت جا قصا بيان ٿيل آهن. 182 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1895ع ۾، نئون سڌاريل پهريون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ طرفان 1960ع ۾، ۽ ٻيو ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ ڄام شوري ئي جنوري 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**چار قل**: قرآن مجيد جي آخري (ٽيهين) سيپاري مان چار سورتون 'چار قل' سڏبيون آهن، ڇو ته اُهي لفظ 'قل' سان شروع ٿين ٿيون. اهي چار سورتون آهن: (1) قُلْ يَآ اَيُّهَاالْكٰفِرُوْنَ، (2) قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ، (3) قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ الْفَلَقِ ۽ (4) قُلْ اَعُوْذُ بِرَبِّ النَّاسِ. هنن چئني سورتن جون فضيلتون بزرگن بيان ڪيون آهن. ڪن جو چوڻ آهي ته هي چار ئي سورتون چئن ٽنين وانگر آهن.




جڏهن به ڪو مسلمان انهن کي پڙهندو آهي ته اهو هنن چئن سورتن جي پڙهڻ جي برڪت سان الله جي حفاظت ۾ اچي ويندو آهي. ديني عالمن جو چوڻ آهي ته ڪو شخص جيڪڏهن سمهڻ کان پهرين انهن چئني سورتن کي پڙهندو ته سڄي رات مٿس الله جي برڪت وسندي رهندي. ڪيترا عقيدتمند هنن چئني سورتن کي ڪاغذ تي لکي لاڪيٽن ۾ جڙي ٻارن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌندا آهن ته جيئن ٻار مصيبت کان محفوظ رهن. اهڙيءَ ريت سورت ڪافرون جو ورد ۽ ان جو تعويذ بلائن ۽ مصيبتن کان بچڻ لاءِ، سورة اخلاص (قُلْ هُوَ اللّٰهُ اَحَدٌ) حاجتن پورين ٿيڻ لاءِ ۽ سورة فلق ۽ ناس جادوءَ ۽ حاسدن جي حسد کان بچڻ لاءِ پڙهيون وينديون آهن. مٿي ڄاڻايل 'چار قل' واريون سورتون ڪنهن مري ويل شخص جي فاتحه ۽ ايصال ثواب لاءِ به پڙهيون وينديون آهن.

**چار گهڙيون چين ۾** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب زرعي ماهر ۽ اديب، ڊاڪٽر احمد علي رند جو چين جو سفرنامو آهي. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر احمد عليءَ چين بابت اهم معلومات ميسر ڪري ڏني آهي. ڪتاب ۾ چين جي زراعت، سماجيات ۽ تاريخ جو ڀرپور انداز ۾ ذڪر ڪيو ويو آهي. چين جي سوشلسٽ سماج جون گهٽ وڌايون به غير جانبداريءَ سان بيان ڪيون ويون آهن. 176 صفحن تي مشتمل هن ڪرائون سائيز ڪتاب جي قيمت 27 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري 1990ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو.



**چارلس بريڊلي پرچرڊ** (Charles Bradley Pritchard): سر چارلس بريڊلي پرچرڊ انگريز دور ۾ سنڌ جو يارهون ڪمشنر هو. 1888ع جي ابتدا ۾ بمبئيءَ کان ڪراچيءَ آيو ۽ سنڌ جي ڪمشنريءَ جي چارج وٺي ڪم شروع ڪيائين. پهريائين ڊاڪٽر پالن، پوءِ مسٽر ميولس ۽ ان کان پوءِ ايجرلي ترتيبوار سندس اسسٽنٽ رهيا. دستوري ڪاروبار سهڻي نموني سان سرانجام ڏنائين. 1888ع ۾ ئي هن جي ايام ڪاريءَ ۾ هندستان جو گورنر جنرل لارڊ ڊفرن سنڌ ۾ آيو ڪجھ ڏينهن ڪراچيءَ ۾ ترسي، دربار ۽ خاص ملاقاتون وغيره ڪري، سنڌ مدرسة الاسلام ۽ ڏيارام گدو مل ڪاليج جو سنگ بنياد رکي بمبئيءَ موٽي ويو. 1888ع ۾ سردار محمد ايوب خان، امير شير علي خان جو ٻيو نمبر فرزند، 200 ماڻهن سان، جن ۾ سردار، سندس واسطيدار جن ۾ عورتون ۽ مرد شامل هئا، ايران کان گھوڙن سميت ڪراچيءَ آيو ساڻس گڏ آيل عملي جا ماڻهو ڏاڍا تيز ۽ سرڪش هئا. انهن مهمانن جو ڪراچيءَ کان وٺي ريتي ريلوي اسٽيشن تائين بندوبست ڪيو ويو. خراسان، هندستان ۽ سنڌ جي رسم رواج مطابق اعليٰ درجي جا طعام مشروبات ۽ ميوا شامل ڪيا ويا. سمورا مهمان ريل گاڏيءَ جي فرسٽ ڪلاس ڪمپارٽمنٽ ۾ سوار هئا. انهن سردارن جي مرضيءَ تي اعليٰ قسم جا طعام گاڏيءَ ۾ پهچايا پئي ويا، پر ڪوٽڙي، سکر ۽ ريتيءَ ۾ سندن وڏي خاطر تواضع ڪئي وئي.

چارلس بريڊلي پرچرڊ 1889ع تائين سنڌ جو ڪمشنر رهيو.

**چارلس ڊارون** (Charles Darwin): دنيا جو عظيم سائنسدان چارلس ڊارون پهريون پيرو انساني ارتقا جو نظريو پيش ڪندڙ سائنسدان هو. هيءَ 12 فيبروري 1809ع تي انگلينڊ جي شهر شروس بريءَ ۾ جائو. سندس والد جو نالو رابرٽ ڊارون هو ۽ سندس ڏاڏو فلاسافر ۽ شاعر هو. جنهن جو چارلس تي وڏو اثر رهيو. چارلس نَوَن سالن جو هو ته اسڪول ۾ داخل ٿيو. شروع ۾ چارلس حياتيات جي علم ۾ دلچسپي رکندي، قدرتي نظارن، وڻن، ٻوٽن ۽ جانورن کي مشاهداتي اک سان پرکڻ جي ڪوشش ڪئي.



سورهن سالن جي عمر ۾ کيس ميڊيڪل پڙهڻ لاءِ ايڊنبرگ موڪليو ويو. پر هن کي اهو شعبو پسند نه آيو بعد ۾ کيس علم ڪيميا پڙهڻ لاءِ ڪئمبرج يونيورسٽي موڪليو ويو جتي ڊارون هڪ استاد کي ڪافي متاثر ڪيو. جنهن کيس هڪ فطرت پرست جي حيثيت سان سامونڊي سفر ذريعي کوجنا لاءِ روانو ڪيو. هن 'HMS بيگل' نالي جهاز تي ڏکڻ آمريڪا سان گڏ ٻين ملڪن ۽ ٻيٽن جو سفر ڪيو. 1831ع ۾ سفر دوران هن ڪيترائي ٻيٽ، سمنڊ ۽ ٻيون عجيب ۽ غريب شيون ڏٺيون. هن ڪيترن ئي قديم قبيلن جي ماڻهن سان ملاقاتون ڪيون. هن ڪيترا پراڻا آثار دريافت ڪيا. ان کان سواءِ هن جانورن ۽ ٻوٽن جي ڪيترين ئي جنسن جو مشاهدو ڪيو.

چارلس ڊارون حياتيات جو ماهر به ليکيو وڃي ٿو هن پنهنجي 'ارتقا واري نظريي' (Theory of Evolution) جو بنياد ٽن مفروضن يا اصولن تي رکيو: (1) بقا جو مسئلو، (2) فطري چونڊ، (3) گھٽائيءَ جي بقا جو مسئلو

(1) **بقا وارو اصول** (Survival of the Fittest): 1838ع ۾ جيئن ته ڊارون پنهنجي نظريي جي وضاحت لاءِ حالتن جو مطالعو ڪري رهيو هو ان وقت 'مالٿس' (Malthus) جو آباديءَ جي اصول تي مضمون 'اصول آبادي' ڊارون جي نظر مان گذريو جنهن ۾ مالٿس اهو نظريو پيش ڪيو ته جاندارن جي آباديءَ تي پابندي هئڻ ضروري آهي، جيڪڏهن پابندي لاڳو نه ڪئي ويندي ته آبادي 'ٻيڻ' جي تناسب سان وڌڻ لڳندي ۽ 25 سالن ۾ ٻيڻي ٿي ويندي. جڏهن ته غذائي پيداوار ساڳئي تناسب سان ڪانه وڌندي ۽ خاص طور تي غريب طبقن کي انهيءَ مان خطرناڪ نتيجا حاصل ٿيندا. انگري ڊارون جو خيال هو ته جيڪڏهن انهيءَ اصول کي ٻوٽن ۽ حيوانن تي لاڳو ڪيو وڃي ته وڌندڙ آبادي روڪي سگھجي ٿي.

(2) **فطري چونڊ وارو اصول**: ڊارون جي نظريي موجب جيڪي انواع (ساهوارا، وڻ، ٻوٽا، جيت وغيره) جياپي جي جدوجهد ۾ ڪامياب ٿين ٿا، سي قدرتي طرح جياپي لاءِ چونڊجي وڃن ٿا. ڊارون جي هن نظريي جي ويلس به تائيد ڪئي ۽ چيائين ته هر ٻوٽي ۽ هر ساهواري جي واڌ ويجهه تڪڙي هجي يا سست، پنهنجيءَ آباديءَ لاءِ ذميوار آهي. وڏي عرصي کان پوءِ هڪ اهڙو به وقت ايندو جڏهن پيداوار سيني جو پورائو نه ڪندي، ان وقت غذا ۽ واپرائيندڙن درميان ڪشمڪش شروع ٿي ويندي، نتيجي طور ڪمزور نسل (Species) ختم ٿي ويندا.

(3) **ارتقا پذيري وارو اصول**: بقا لاءِ جدوجهد جي نتيجي ۾ فقط اهي فرد وڃي بچندا آهن، جيڪي زندگيءَ جي نين حالتن لاءِ موزون هوندا آهن. پر جيڪي ناموزون هوندا آهن، سي تباهه ٿي ويندا. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته جياپي لاءِ فطري چونڊ دراصل ارتقا پذير معاشري ڏانهن هڪ قدم آهي.

چارلس ڊارون رڳو ارتقا جي مطالعي تائين محدود نه هو پر هن ٻين به ڪيترن فطري مظهرن جي کوجنا ڪئي. هن ڪوپيدار سنهڙن جيتن جي درجابندي، سمنڊ کي گهيرو ڪري بيٺل مرجاني ٽڪرين جو ٺهڻ، خط استوا تي ڦٽل ٻوٽن جو روشنيءَ تي وڌڻ ويجهڻ ۽ زميني ڪيڙن جو زمين کي زرخيز بنائڻ جهڙن پيچيده موضوعن جو مطالعو ۽ مشاهدو ڪيو. ان کان سواءِ هن ٻوٽن ۽ گهريلو ڪاڌ خوراڪ ڪانپوءِ جانورن جو هڪ ٻئي کان جدا رهڻ ۽ انسان جي اصليت تي تحقيق ۽ مطالعو ڪيو.

چارلس ڊارون تجربن سان گڏ انهن جا نتيجا به لکندو رهندو هو، ته جيئن اهي ڪتابي صورت ۾ محفوظ ٿين. سندس پهريون ڪتاب 'اوريجن آف اسپيشيز' (Origin of Species) 1859ع ۾ شايع ٿيو هن ارتقائي نظريي سان گڏ نباتاتي علم ۽ تحقيق بابت به ڪتاب لکيا.

چارلس ڊارون، 19 اپريل 1882ع تي وفات ڪئي.



**چارلس نيپئر**: انگريز جنرل 'چارلس جيمس نيپئر' 10 آگسٽ 1782ع تي فوجي ڪرنل 'جارج' جي گهر ۾، انگلنڊ ۾ جائو هيءُ اڃا ٽن سالن جو مس هو ته سندس خاندان لنڊن (برطانيا) ڇڏي 'ڊبلن' (آئرلينڊ) جي پرسان هڪ ڳوٺ ۾ وڃي آباد ٿيو ننڍي هوندي ساڻس هڪ حادثو پيش آيو جنهنڪري هيءُ بيمار رهڻ لڳو ۽ بيمار رهڻ ڪري اڪثر جسماني طور ڪمزور ۽ طبيعت ۾ جذباتي

ٿي پيو. پر هُو ننڍي هوندي کان تمام ذهين ۽ چالاڪ هو.

جنوري 1794ع ۾ ڪميشن پاس ڪري شاهي فوج ۾ ڀرتي ٿيو ۽ پنجن مهينن جي مختصر عرصي ۾ ترقي ڪري 1803ع ڌاري ڪئپٽن ٿيو. چارلس نيپئر بدترين مصيبتن ۽ ذلتن جو شڪار رهيو. 1809ع واري اسپين جي جنگ ۾ جنگي قيدي ٿيو. 1810ع ڌاري قيدين جي مٽاسٽا ۾ آزادي ماڻي، مائٽن سان مليو، وري اچي پنهنجي ريجمينٽ ۾ شامل ٿيو. ساڳئي سال 'بساڪو' واري جنگ ۾ حصو ورتائين. جنگ ۾ سندس هڪ هٿ جو چنبو ڀڄي پيو. 1811ع ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل مقرر ٿيو. 1815ع ۾ وري فرانس واري جنگ ۾ حصو ورتائين. جنگ تان موٽندي جيتوڻيڪ فوجين جو جهاز ٻڏي ويو، پر هيءُ محفوظ رهيو. 1820ع ۾ سِيڪريٽ سروس ۾ شموليت اختيار ڪيائين. يونان ۾ هاءِ ڪمشنر جي هٿ هيٺ سياسي خدمتون سرانجام ڏنائين ۽ مقامي ماڻهن جي چڱي سهائتا ڪيائين. 1825ع ۾



ڪرنل ٿيو ۽ اپريل 1827ع ۾ شادي ڪيائين. هاءِ ڪميشن ۾ نوڪري ڪندي بالا عملدارن سان نا اتفاقي ٿي پيس. ان ڪري ڏکهي موڪل وٺي اچي 'باٿ' شهر ۾ رهيو. 1833ع ڌاري سندس زال ڪالرا وگهي وفات ڪري وئي، جنهن بعد 1835ع ۾ ٻي شادي ڪيائين. 1837ع ۾ ميجر جنرل مقرر ٿيو ۽ هڪ دفعو ٻيهر فوجي خدمتون سرانجام ڏيڻ لڳو.

چارلس نيپئر 1841ع ۾ هندستان جو فوجي سربراهه ٿيو. آگسٽ 1842ع ڌاري هندستان جي نئين گورنر جنرل 'لارڊ ايلنبرو' نيپئر کي جيمس آئوٽرام جي جاءِ تي سنڌ جو بااختيار سياسي ۽ فوجي اڳواڻ مقرر ڪيو. چارلس نيپئر 3 سيپٽمبر 1842ع تي ممبئيءَ کان ڪراچيءَ لاءِ روانو ٿيو. ان دوران سامونڊي سفر ۾ ئي هو ته ڪالرا جي وبا ڦهلجي وئي، جنهنڪري سندس جهاز ۾ 54 ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا، پر سر چارلس نيپئر بچي ويو. ڪراچي پهچڻ کان پوءِ جڏهن سنڌو درياهه رستي ڪراچيءَ کان سکر لاءِ نڪتو ته حيدرآباد وٽ ميرن سندس شاندار آڌرڀاءُ ڪيو. سندس سواريءَ لاءِ سون ۽ چانديءَ سان مڙهيل هڪ پالڪي موڪلي وئي. سر چارلس نيپئر جي ساٿي آفيسرن لاءِ سون ۽ چانديءَ سان سجايل اُٺيون موڪليون ويون. ساڳئي وقت مير عباس علي خان ۽ ٻين ميرن کي اڳواٽ سندن آجيان لاءِ روانو ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح چارلس نيپئر وڏي دٻدٻي ۽ ٺٽ ٺانگر سان ميرن سان ملاقات ڪئي ۽ ٻئي ڏينهن تي اسٽيمر تي چڙهي وڃي سکر نڪتو ان وقت بکر جي قديم قلعي ۾ انگريز فوج جي وڏي ڇانوڻي قائم هئي. 20 ميل اولهه اتر طرف شڪارپور ۾ به انگريزن جا فوجي دستا ترسيل هئا. نيپئر مڪمل طرح فوجي ڪنٽرول سنڀالي، ٽالپرن جي خبر ورتي. هن جيمس آئوٽرام سان صلاح مصلحت ڪري، گورنر جنرل جي منظوريءَ سان خيرپور ۽ حيدرآباد جي ميرن کي هڪ سخت قسم جي عهدنامي ڪرڻ جو چيو. ان کان اڳ ميرن سان ٿيل عهدنامي مطابق ڪراچي، بکر ۽ شڪارپور جا علائقا مير حڪمرانن جي هٿ مان نڪري چڪا هئا. هِن عهدنامي مطابق ٽالپرن تي زور ڀريو ويو ته اهي انگريز فوج جي چرپر لاءِ وڏي رقم، ڪاٺ خوراڪ ۽ ٻارڻ مهيا ڪري ڏين. اهڙي عهدنامي سان سنڌو درياهه واري رسد انگريزن جي قبضي ۾ پئي آئي ۽ ٽالپر حڪمرانن کي درياهه جي ٻنهي طرفن کان ڪچي جي زمين، ٻيلن ۽ محصول اوڳاڙڻ جي حق تان دستبردار ٿيڻو پئي پيو. جڏهن ميجر جنرل آئوٽرام ان قسم جو عهدنامو آڻي ميرن اڳيان رکيو ته سندن حوصلا خطا ٿي ويا. خيرپور جي پوڙهي مير رستم خان ۽ سندس ننڍي ڀاءُ مير علي مراد ۾ اٽڪٽ پيدا ٿي پئي. اهڙيءَ طرح چارلس نيپئر خيرپور جي والي مير رستم خان تي دٻاءُ وڌو ته هو ڪوٽڏجيءَ جي قلعي مان نڪري وڃي ٿر ۾ امام ڳڙهه واري قلعي ۾ لڪو. نيپئر 6 جنوري 1843ع تي 350 پيادا ۽ اٺ توڙي گهوڙي سوار دستا ساڻ ڪري سندس پويان پيو. هن انگريزي فوج سان 80 ميلن جي جهنگ ۽ واريءَ جو سفر ستن ڏينهن ۾ طئي ڪري، اچي امام ڳڙهه قلعي وٽ پهتو ان وچ ۾ مير رستم خان قلعو خالي ڪري نڪري چڪو هو ۽ اچي حيدرآباد جي ميرن وٽ فريادي ٿيو. 16 جنوري تي نيپئر امام ڳڙهه قلعي کي مسمار ڪري واپس خيرپور موٽي ويو. ميجر جنرل آئوٽرام کي هدايت ڪئي وئي ته هو ڪنهن به حالت ۾ ميرن کان نئين ٺاهه تي صحيحون ڪرائي وٺي. انهيءَ مقصد لاءِ آئوٽرام 16 جنوريءَ تي ڪوٽڏيجيءَ پهتو. 25 جنوريءَ تائين ميرن ۽ سندن وڪيلن جو انتظار ڪيائين، پر سندن ڪا پهر نه موٽي. انهيءَ وچ ۾ حيدرآباد ۾ ميرن جي گهٽگهري ميجر آئوٽرام، چارلس نيپئر کي ان ڳالهه تي راضي ڪري ورتو ته هو خود حيدرآباد وڃي ٽالپر حڪمرانن سان ملاقات ڪري، کين ٺاهه تي صحيحون ڪرڻ لاءِ راضي ڪندو. ان لاءِ 8 فبروريءَ تي ميجر آئوٽرام حيدرآباد ريزيڊنسيءَ ۾ اچي لٿو ۽ ميرن سان ڳالهين جو سلسلو شروع ڪيائين ۽ لاڳيتو چار ڏينهن ڳالهين ڪرڻ ڪانپوءِ ٽالپرن کي اهڙي عهدنامي لاءِ راضي ڪري ورتائين. اهڙيءَ ريت ميجر آئوٽرام بنا ڪنهن جنگ جي پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي واپس خيرپور موٽي آيو. جيتوڻيڪ ٽالپر حڪمرانن خوف وچان اهڙي شڪست قبول ڪئي هئي، پر سنڌ جي ننڍن ميرن، بلوچ سردارن ۽ ڪجهه غيرتمند ۽ محب وطن سپاهين مفت ۾ پنهنجي ڌرتي ڏئي ڇڏڻ کان نابري واري ۽ انگريزن سان هر صورت ۾ جنگ ڪرڻ جو فيصلو ڪيائون.

15 فبروري 1843ع تي سنڌ جي 8000 پيادن ۽ گهوڙيسوار سپاهين گڏو لڳ انگريز ريزيڊنسيءَ تي حملو ڪيو. جتي ميجر جنرل آئوٽرام هڪ سؤ سپاهين سان گڏ ترسيل هو. انگريزي فوجن جي مدد لاءِ هڪ آگبوٽ 'سيٽلائيٽ' به اچي پهتو. 'ڪئپٽن ڪانوي' جي اڳواڻيءَ ۾ انگريز سپاهي خوب وڙهيا، پر آئوٽرام سميت سمورن انگريز سپاهين وٽ ڀڄڻ کان سواءِ ڪوبه رستو نه بچيو هو ۽ هُو ڀيتيون ٽپي ڀڄڻ لڳا. 'ڪئپٽن ڪانوي' کي به ڀت ٽپي سپاهين سميت مٽيارين ڏانهن رُخ رکڻو پيو. هن جنگ ۾ ٽي انگريز سپاهي مئا ۽ ٻارهن ڌڪي ٿيا، جڏهن ته سٺ سنڌي سپاهي شهيد ۽ هڪ سؤ زخمي ٿي پيا هئا. اهڙيءَ صورتحال بعد چارلس نيپئر، خيرپور کان نڪري 6 فبروريءَ تي نوشهري فيروز؛ 11 فبروريءَ تي سڪرنڊ؛ 14 فبروريءَ

تي سعيدآباد ۾ 16 فبروري 1843ع تي مٽياريءَ منزلون ڪندو اچي پهتو. هن جي ڪمانڊ هيٺ 2700 فوجي آفيسر ۽ سپاهي جنگ لاءِ تيار هئا. 16 فبروري 1843ع تي ميجر آئوٽرام ۽ پڳل سپاهي به مٽيارين وٽ اچي نيپيئر سان مليا. 17 فبروري 1843ع تي مياڻيءَ جي ميدان تي سنڌ پنهنجي بقا جي آخري جنگ وڙهي. هڪ طرف انگريزن جون تربيت يافته ۽ هٿياربند فوجون هيون ۽ ٻئي طرف وطن جا بهادر ۽ بيباڪ سپاهي هئا، جن سان گڏ ٽالپر حڪمران به وڙهڻ لاءِ تيار ٿي چڪا هئا. مياڻيءَ جي ميدان تي وڏي جنگ ٿي، ڪيترن سرفروش سپاهين شهادتون ماڻيون، پر انگريزن جي هن 61 سالا چالاڪ جنرل نيپيئر جي چالاڪين ۽ مڪارين آڏو سنڌي سپاهي بيهي نه سگهيا. مياڻيءَ جي جنگ 17 فبروري 1843ع تي جمعي جي ڏينهن مياڻيءَ جي ميدان ۾ لڳي. هن جنگ ۾ شڪست کائڻ کان پوءِ حيدرآباد جا سيئي ٽالپر امير گرفتار ڪيا ويا. جنهن بعد ميرپورخاص وارو مير شير محمد خان ٽالپر بلوچن جي هڪ وڏي لشڪر سان اچي دُبي ۾ پهتو، جتي 24 مارچ 1843ع تي ديهه ناريجاڻيءَ ۾ 'دبي جي جنگ' لڳي. هن جنگ ۾ به انگريزن کي فتح نصيب ٿي. مياڻيءَ جي جنگ ۾ هوش محمد شيدي وڏي بهادريءَ سان وڙهيو هو ۽ لشڪر جي ڇڙوڇڙ ٿيڻ کان پوءِ پنهنجن ساٿين سميت اچي مير شير محمد ٽالپر سان گڏيو هو. هوشو شيديءَ جو آخري دم تائين: "مر ويسون، پر سنڌ نه ڏيسون" جو نعرو لڳندو رهيو. هن دبيءَ جي جنگ ۾ وڙهندي، دشمن کي ڪيرائيندي، سرچن نالي انگريز سپاهيءَ هٿان شهادت ماڻي. هوشو شيديءَ جي بهادري ڏسي چارلس نيپيئر به سندس لاش کي سلام ڪيو ۽ هن بهادر سنڌيءَ جو لاش عزت سان ڪڻائي، ديهه ناريجاڻيءَ ۾ موجوده سيالن جي ڳوٺ لڳ دفن ڪرايو. ڪن مؤرخن ۽ ليکڪن جو خيال آهي ته هوشوءَ جو لاش حيدرآباد جي پڪي قلعي ۾ آهي، جتي سندس مزار جي مٿان بيڪري ناهي، ان کي منهدم ڪيو ويو. پر تحريري سندون پهرين حقيقت تي روشني وجهن ٿيون. سنڌ فتح ڪرڻ جي اهڙي سوڀ تي چارلس نيپيئر کي 60 هزار پائونڊ انعام مليو ۽ ٻين بيشمار رعايتن سان گڏ سندس پگهار 8000 پائونڊ مقرر ٿيو. چارلس نيپيئر ساڍا چار سال 1847ع تائين سنڌ کي ڦُريندو ۽ ديس واسين مٿان ڳرا محصول مڙهي مٿن ظلم ڪندو رهيو. ان دوران ڪنهن به قسم جي بغاوت کي ڪچلڻ لاءِ سنڌ ۾ فوج تي ساڍا ٽي ڪروڙ رپيا خرچ ڪيا ويا، جيڪي محصول جي صورت ۾ سنڌ مان ئي اوڳاڙيا ويا. انگريز فوج جي اهڙي زورآوريءَ جي نتيجي ۾ سنڌ جون اقتصادي حالتون تمام ڪمزور ٿي ويون ۽ سنڌ مرڪز وٽ ستر لک جي قرضي ٿي وئي. حيدرآباد واري قلعي تي قبضي دوران ميرن جي منشين، سردارن ۽ ٻين ماڻهن وٽان جيڪا مالي ڦرلٽ ڪئي، سا به انگريزن کي ڦبي وئي. اپريل 1846ع ۾ ڪالرا وگهي ڪراچيءَ ۾ ست هزار ماڻهو مُئا، جن ۾ نيپيئر جو ڀائيٽيو 'جان' به فوت ٿيو. چارلس نيپيئر به هن بيماري ۾ مبتلا ٿيو. چارلس نيپيئر 1847ع ۾ گورنريءَ تان استعيفا ڏئي، آڪٽوبر ۾ هندستان ڇڏي، برطانيا روانو ٿي ويو ۽ 29 آگسٽ 1853ع تي برطانيا ۾ وفات ڪيائين. سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ بمبئي هيڊڪوارٽر ڏانهن پيغام اماڻيندي چارلس نيپيئر، لاطيني ٻوليءَ جو لفظ 'پڪائولي' (Piccivli) اصطلاح طور استعمال ڪيو. جنهن جو مطلب هي ڪڍيو ويو: 'I have sinned' انهيءَ رمزواري جملي جون لکت واري فرق سان ٻه معنائون نڪري سگهن ٿيون. هڪڙي ته: "مون سنڌ فتح ڪري ورتي" ۽ ٻي معنيٰ اها ته: "مون سنڌ تي قبضو ڪري، پاپ جهڙو ڪم ڪيو آهي!" انهيءَ جملي مان سندس ندامت جو اظهار ٿئي ٿو.

**چارلي چپلن** (Charlie Chiplin): برطانيه جو ڄائو ۽ هالي ووڊ جو جڳ مشهور مزاحيه اداڪار چارلي چپلن، 16 اپريل 1889ع تي لنڊن ۾ ڄائو. سندس والد چارلس اسپينسر چپلن هڪ ڳائڻو هو، جڏهن ته سندس ماءُ هَنا چپلن (Hannah Chaplin) اسٽيج اداڪاره ۽ ڳائڻي به هئي. هي اصل ۾ جپسي هئا. مختلف هنڌن تي وڃي ماڻهن کي موسيقيءَ ۽ ٿيٽر ذريعي وندرائڻ جو ڪم ڪندا هئا. ان ڪري چارلي چپلن کي فن ورثي ۾ مليو هو. گهڻو عرصو پنهنجي ماءُ سان گذاريو. هن ٿوري گهڻي تعليم سينٽرل لنڊن ڊسٽرڪٽ اسڪول مان به ورتي. 1903ع کان هن گونگين فلمن ۾ ڪم ڪرڻ سان پنهنجي فني زندگيءَ جي شروعات ڪئي، ڪيس وليم گليٽيءَ جي لکيل شرلاڪ هومز سلسلي جي هڪ فلم ۾ بليءَ (Billy) جو ڪردار مليو. ان کان پوءِ هُن شرلاڪ هومز سلسلي جي فلمن ۾ ڪافي ڪردار ادا ڪيا. انهن فلمن مان: (1) شرلاڪ هومز (Sherlock Holmes)، (2) The Painfull Predicament ۽ (3) Chariee مشهور ٿيون. هن اوڻويهين صديءَ جي شروعات کان ويهين صديءَ جي وچ تائين هالي ووڊ ۾ اداڪاريءَ سان گڏ هدايتڪاريءَ ۽ موسيقيءَ ۾ به پنهنجي صلاحيتن کي مڃرايو. هن پنهنجي اداڪاري جي شروعات گونگين فلمن واري دور سان ڪئي. سندس مزاحيه اداڪاري اڪثر ڊائلاگن کان سواءِ جسماني حرڪتن تي مشتمل هئي. هن پنهنجي تخليقي صلاحيتن کي دلچسپ انداز سان عجيب ۽ غريب چرپر ذريعي ادا ڪيو ۽ ڏسندڙن کي کِلڻ تي مجبور ڪري فن جو ڀرپور اظهار ڪندو هو. پهرين عالمگير جنگ تائين دنيا جي وڏن اداڪارن ۾ شمار ٿيڻ لڳو ۽ ڳالهائيندڙ فلمن واري دور ۾ سندس شهرت تي ڪو اثر نه پيو. سندس پهرين گونگي فلم 'Kid Auto Races at Venice'، 1914ع ۾ ٺهي. اپريل 1914ع ۾ سندس ڊائريڪشن هيٺ 'Twenty minutes of Love' (پيار جا ويهه منٽ) فلم ٺهي. 1916ع کان هي هدايتڪاريءَ سان گڏ فلمن ۾ سيڙپڪار طور ۽ 1918ع کان فلمن جي موسيقار طور سڃاپجڻ لڳو. سندس ساٿي اداڪارن ۾ ميري پڪ فورڊ ۽ ڊي. ڊبليو گرفٽ مشهور ٿيا. هن 1917ع ۾ 'يونائيٽيڊ آرٽسٽس' جي نالي سان هڪ فلمي ادارو به قائم ڪيو.



چارلي چپلن گلوڪاري پنهنجي والدين کان سکي. جڏهن 1901ع ۾ چپلن 12 سالن جو هو ته پيءُ گذاري ويس. 1928ع ۾ آمريڪا اچڻ کان ست سال پوءِ سندس ماءُ به گذاري وئي. سندس شروعاتي فلمون ميڪ سينٽ ڪيسٽون اسٽوڊيو ۾ ٺاهيون ويون، جتي هن "ٽرمپ" جي ڪردار کي اڳيان وڌايو ۽ فلم سازيءَ ۾ مهارت حاصل ڪئي هئي. 1916ع ۾ ميوچل فلم ڪارپوريشن چارلي چپلن کي سٺي معاوضي سان هڪ درجن ڪاميڊي

فلمون ٺاهڻ لاءِ رقم ڏني. هن 18 مهينن اندر 12 فلمون مڪمل ڪري سڀني کي حيران ڪري ڇڏيو. اهو سندس ڪيريئر جو بهترين دور هو. هن 1917ع ۾ 'فرسٽ نئشنل' ڪمپني اُئن فلمن ٺاهڻ جو معاهدو ڪيو. 1923ع کان پوءِ هن پنهنجو ذاتي اسٽوڊيو ٺاهي فلمون ٺاهڻ شروع ڪيون. سندس آخري خاموش فلمون 'سٽي لائيٽس' ۽ 'ماڊرن ٽائيمز' هيون. هن يونائيٽيڊ آرٽسٽس پڪچرز جي بينر هيٺ 'اي وومين آف پئرس'، 'گولڊ رش' ۽ 'دي سرڪس' جهڙيون شاهڪار فلمون ڏنيون. چاليهن جي ڏهاڪي ۾ هن 'دي گريٽ ڊڪٽيٽر'، 'مونس ويئر ورڊ وڪس' ۽ 'لائيم لائيٽ' جهڙيون ڪامياب فلمون ٺاهيون. چارلي چپلن فلم ۾ گلوڪاري به ڪئي. 50 واري ڏهاڪي واري سندس فلم 'لائيم لائيٽ' ۾ گانا به هئا. انهيءَ فلم کي ٻن ڏهاڪن کان پوءِ 1972ع ڌاري 'آسڪر اوارڊ' لاءِ منتخب ڪيو ويو.

اڪيڊمي اوارڊ جي تقريب ۾ موجود شوقينن پنجن منٽن تائين بيهي تاڙيون وڄائي ڪيس زبردست خراج تحسين پيش ڪيو. چارلي چپلن جي فني ڪيريئر جون آخري ٻه فلمون 'اي ڪنگ ان نيويارڪ' ۽ 'اي ڪائونٽس فرام هانگ ڪانگ' برطانيا ۾ ٺاهيون ويون. پهرين فلم ۾ هن اداڪاري سان گڏ مصنف، هدايتڪار ۽ فلمساز جا فرض به سرانجام ڏنا. جڏهن ته ٻي فلم ۾ ساٿس صوفيا لورين ۽ مارلن برانڊو پڻ اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا. چارلي چپلن پنهنجي مخصوص اداڪاريءَ سبب تمام گهڻو مشهور هو. پر حسين اداڪارائن سان دوستين ۽ شادين، سندس عوامي همدرديءَ کي تمام گهڻو متاثر ڪيو. جن ۾ ڪجهه اداڪارائون ۽ هڪ رقاصه به شامل هئي. 1918ع ۾ مائيلڊرڊ ريڊ هيرسن سان شاديءَ وقت چپلن جي عمر 29 سال هئي. هيرسن مان ڪيس هڪ پٽ ڄائو، جيڪو ٽن ڏينهن کان پوءِ گذاري ويو. 1922ع ۾ پولينڊ جي اداڪاره پولا نيگريءَ سان چپلن جي دوستي ٿي ۽ هن ڪڏهن به پنهنجي دوستيءَ کي عوامي سطح تي لڪائڻ جي ڪوشش نه ڪئي. ڪيترن سوانح نگارن جو چوڻ آهي ته نينگريءَ سان هن دوستي صرف عوامي شهرت حاصل ڪرڻ لاءِ ڪئي هئي. چپلن جي زندگي ۾ ايندڙ آخري عورت اونا اونيري هئي، جنهن سان هن 1943ع ۾ شادي ڪئي، ان شاديءَ مان چپلن کي اٺ ٻار ٿيا. بهرحال ان ۾ ڪو شڪ ناهي ته چارلي چپلن ويهين صديءَ جو عظيم ڪاميڊين هو. جيڪو پنهنجي فن سبب شوقينن جي دلين ۾ اڄ به زنده آهي.

سندس آخري فلم A Countess from Hong Kong هئي، جيڪا 1977ع ۾ رليز ٿي. هي مشهور اداڪار، هدايتڪار ۽ موسيقار، 25 ڊسمبر 1977ع تي سئيزرلينڊ ۾ ڪرسمس جي ڏينهن ننڊ ۾ ئي گذاري ويو. سندس قبر سئيزرلينڊ ۾ آهي.

چارلي چپلن جو اهو ڪشادو گهر جتي هن پنهنجي زندگيءَ جا 24 سال گذاريا، هڪ يادگار ميوزيم ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. ان بنگلي ۾ هن پنهنجي زال اونا ۽ اٺن ٻارن سان آخري وقت گذاريو هو. سندس ميوزيم کي 2009ع ۾ مداحن لاءِ کوليو ويو.

هن جي اداڪاريءَ جو اثر سنڌ جي ڪيترن اداڪارن تي آهي. جيئن نور محمد چارلي، عبدالمنان عباسي، عبدالله ملاح، نياز ديوانو اردوءَ ۾ رنگيلا وغيره جي اداڪاريءَ تي چارلي چپلن جو نمايان اثر آهي.



**چارلي، نور محمد:** ناميارو اداڪار نور محمد چارلي، 1912ع ڌاري حيدرآباد ۾ ڄائو. هن پنهنجي فن جو آغاز هن چوڏهن سالن جي عمر ۾ چندولا شاهه جي فلمي ڪمپني 'موويز ٽون' جي ٺهندڙ 'گونگين فلمن' ۾ اداڪاري ڪرڻ سان بمبئيءَ ۾ ڪيو. سندس پهرين مزاحيه فلم 'پلٽ تيرا ڌيان ڪڌر هي' جيڪا بمبئي ۾ ٺهي. نور محمد چارلي، هندستاني سينيما جو وڏو مزاحيه اداڪار هو. ان دؤر جا ٻيا مزاحيه اداڪار يعقوب، مرزا اشرف آغا، جاني واڪر، محمود اي. غوري، اي. شاهه شڪارپوري هن سان گڏ ڪم ڪندا هئا. نور محمد ذات جو ميمڻ هو ۽ ٻين نوجوانن وانگر چارلي چپلن جي فن جو عاشق هو. جنهن ڪري پنهنجي نالي جي پويان به چارلي لقب رکيائين. پهرين جنگ عظيم دنيا کي ڏکن جي گهري سمنڊ ۾ ويڙهي ڇڏيو. جنهن ڪري مزاحيه فلم ماڻهن جي چپن تي مرڪ آندي ته چارليءَ به پنهنجي فن سان ماڻهن کي کلائي کيرو ڪيو. هر طرف چارليءَ جي باڊي لينگيويج جو چرچو عام ٿيو. هيري طور سندس پهرين فلم 'الو ڪا پٺا' هئي. ان فلم ڪيس مشهوريءَ جي بلندين تي پهچايو. 1932ع ۾ جڏهن اردو فلم 'ارينا' ٺاهي وئي ته مشهور اداڪار يعقوب سان گڏ ڪم ڪيائين. هندستان ۾ هن جون ڪافي فلمون رليز ٿيون، جن ۾: سنجوب، منورما، چاند اس پار، رڪشا والا، بازيگر، مسافر، زمين ڪا چاند، پاڪ دامن، رقاصه، زرينا، چندر هاسا، پريمي پاگل، نادرا، فرزند هندِ، طوفان ميل، ڪاليج گرل، رات کي راني، سيڪريٽري ۽ نوڪر تمام گهڻيون مشهور ٿيون. انهن فلمن مان ڪن ۾ چارلي هيرو طور به آيو. جن ۾ سورن لتا هيروئن هئي. 'غزل' فلم ۾ ليلا چيٽنس هيروئن هئي ۽ 'دلها' فلم ۾ چندر پريا هن سان گڏ هيروئن ٿي آئي. ورهاڱي کان پوءِ هيءُ سنڌ موٽي آيو. هتي به 12 کن فلمن ۾ ڪم ڪيائين. پاڪستان ۾ سندس پهرين فلم جي. اي. گل جي 'منڊري' هئي، جيڪا 1949ع ۾ رليز ٿي جنهن جو ڊائريڪٽر دائود چاند هو. ان کان پوءِ نذير اجميريءَ جي فلم 'بيقرار' ۾ ڪم ڪيائين جنهن ۾ راڳني ۽ الياس ڪاشميري مُک اداڪار هئا. ان کان پوءِ عطاءُالله هاشميءَ جي فلم 'اڪيلي' ۾ ڪم ڪيائين، جيڪا 1951ع ۾ رليز ٿي، جنهن ۾ سنتوش، هيري جو رول ادا ڪيو هو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ، 1956ع ۾ پهرين سنڌي فلم 'عمر ماروي' ۾ ڪم ڪيائين. جيڪا حسين شاهه فاضلاڻي ۽ شيخ حسن ٺاهي هئي. جنهن ۾ هن مزاحيه ڪردار ادا ڪيو هو ان کان پوءِ حسين شاهه فاضلاڻيءَ 1958ع ۾ 'پرديسي' فلم ٺاهي ته ان فلم ۾ به هن شيخ سنڌيءَ سان گڏ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. 1966ع ۾ هن جي مشهور فلم 'پلپلي صاحب' آهي جنهن ۾ هن ليڊنگ رول ادا ڪيو ان کان پوءِ پنهنجي مشهور فلم 'استادون ڪا استاد' ۾ آيو ان سميت 'مس 1976ع' به سندس مشهور فلمن مان هڪ هئي. هيءُ 1967ع ڌاري آمريڪا هليو ويو هن سداحيات فلمي اداڪار اٽڪل هڪ سئو فلمن ۾ ڪم ڪيو هيءُ 1970ع ڌاري آمريڪا مان موٽي سنڌ ۾ آيو. 1975ع ۾ وفات ڪيائين. سندس پٽ منور ظريف چارلي به وڏو اداڪار آهي.

**چار مارچ ۽ سنڌي جوڌا** (ڪتاب): هي ڪتاب چوٿين مارچ 1967ع جي واقعي جي پسمنظر ۽ اکين ڏٺن واقعن تي مشتمل آهي، جيڪو پهرين ناميارِي اديب ۽ پبلشر طارق اشرف، 'سهڻي' رسالي جو '4 مارچ نمبر' ڪري شايع ڪيو هو. بعد ۾ ڪرائون سائيز ۾ 212 صفحن تي مشتمل ڪتاب، نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، سنڌ پاران، مارچ 1978ع ۾ ڇپايو ويو ۽ ان جي قيمت 20 روپيا آهي.




هن ڪتاب ۾ 4 مارچ 1967ع بابت سهڻي رسالي ۾ طارق اشرف جو پبلشر نوٽ، 4 مارچ جي حوالي سان شيخ اياز جي تقرير ۽ 4 مارچ واقعي بابت رسول بخش پليجي، يوسف لغاريءَ ۽ مسعود نورانيءَ جا تفصيلي مضمون آهن.

**چار مقالا** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ناميارِي تعليمدان محمد اسماعيل عرساڻيءَ جو لکيل آهي، جيڪو چئن تحقيقي مقالن: (1) 'ناول'، (2) 'ڊرامي'، (3) 'افسانې' ۽ (4) 'مضمون' تي مشتمل آهي. هي مقالا موضوع جي اعتبار کان سنڌي ادب ۾ اهم جاءِ والارين ٿا. جيڪي جاڻايل نثري صنفن جي ارتقا، وصف، پسمنظر ۽ تاريخ بابت لکيل آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1974ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو مئي 2005ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري پاران شايع ٿيل آهي. ڪرائون سائيز ۾ ڪچي جلد سان ڇپيل هن ڪتاب جي ٻئي ڇاپي ۾ ڪُل 88 صفحا آهن. ڪتاب جي قيمت 35 روپيا آهي.




**چارنور** (ديهه): ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڇاڇري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

شادي رند، مرزي جي ڏاٽي، خان محمد جي ڏاٽي، بنگل رند، آدم رند، سارنگ جي ڏاٽي، چارنور، مانجهي رند، تلڇي جي ڏاٽي، جانيءَ جي ڏاٽي، ڪريم داد رند، نارو رند، سمون رند، مريد جي ڏاٽي، ڪيسراڙ، قاضي محب جي ڏاٽي ۽ موٽرن جي ڏاٽي.

**چارڻ**: چارڻ قبيلو سنڌ ۽ راجپوتانا ۾ اهم ۽ نرالو مقام رکي ٿو. چارڻ اصل ۾ ڀٽ آهن. هي راجپوت سورهين جي تعريف ۾ گيت ڳائيندا هئا، جنهنڪري دربارن ۾ به کين مختلف عهدا مليل هوندا هئا. هندستان توڙي سنڌ ۾ به سندن خاصو تعداد رهي ٿو. ڪن هنڌن تي کين مقدس قبيلو به سمجهيو وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته هي مذهبي ۽ قومي داستان نسل درنسل سيني ۾ سانڍي رکن ٿا. ان ڪري پراڻي زماني ۾ بادشاهن ۽ راجائن وٽ سندن وڏو مان هوندو هو. جنگين وقت هو قومي جاڳرتا جا گيت ڳائي وڙهندڙن ۾ قومي جذبو پيدا ڪندا هئا. چارڻ، راجائن، سردارن، بادشاهن جي وڏن جي تاريخ ۽ ٻيا جنگي واقعا نسل در نسل ياد رکندا هئا. ان ڪري کين وڏا انعام اڪرام ملندا هئا. مارواڙ ۾ کين وڏيون جاگيرون مليل آهن. اتي چارڻ اڄ به وڏا واپاري آهن. 'ترواڙي' چارڻن جو هڪ پاڙو آهي، جيڪو مارواڙ ۾ رهي ٿو اتي سندن ٻه مشهور پاڙا: بانڪيداس ۽ چينداس آهن. جن ٻنهي پاڙن جو ڪم آهي ته اتان جي سردارن جي تاريخ لکن. ۽ کين تاريخ ۾ سنن لفظن ۾ ياد ڪن. هئي نياتون نثر توڙي نظم ۾ مارواڙ جي راجائن جون تاريخون ۽ ٻيا اهم واقعا لکي، ياد رکن ٿا ۽ راجائن جي دربارن ۾ گيتن جي صورت ۾ پڙهن ٿا. مارواڙ جي چارڻن ۾ هڪ عجيب رسم آهي ته شاديءَ وقت نوجوان گهوٽ ڪنوار آفيم تمام گهڻو واپرائين ٿا. سنڌ جي ٿرپارڪر واري علائقي ۾ رهندڙ چارڻ به شاديءَ ۾ آيل مهمانن آڏو آفيم رکندا آهن. وڏا اهڙن موقعن تي آفيم واپرائيندا آهن. مارواڙ ۾ سندن ٻه پاڙا مشهور آهن. برٽ چارڻ (Barath Charan) ۽ گاروي چارڻ (Garvi Charan). روايتن موجب برٽ چارڻ اصل ۾ ڀٽي راجپوت آهن. هي ناگور جي درما نالي ڳوٺ ۾ رهن ٿا. اتي اهي ڪنهن به قسم جو محصول (Tax) نه ڀريندا آهن. گاروي چارڻ به برٽ چارڻن وانگر اصل ڪڇ جا آهن، پر هي واپاري آهن. برٽ چارڻن وانگر دان ڪو نه گهُرندا آهن. اهي پاڻ ۾ سڱابندي نه ڪن. نه ئي وري هڪ ٻئي سان گڏ کائين پيئن. هئي قبيلا پاڻ کي قانون کان مٿاهون سمجهندي ڪو به ٽيڪس ڪونه ڀرين. هڪ ٻئي سان جهيڙا جهڳڙا به ڪن. ناراض ٿي بنواس وڃن ته چنري سڏرائين. هي اڪثر پاڻ سان چاقو ۽ ڪرڇٺا رکندا آهن. گاروي چارڻن جي وڌيڪ عزت ڪئي وڃي ٿي. بيڪانير ۾ مشهور آهي ته اها رياست هڪ عورت بيڪي چارڻ جي دعائن سان وجود ۾ آئي. وچ هندستان ۾ چارڻن جون ٻه شاخون آهن. هڪڙي ڪاچيلي (Kachili) ۽ ٻي مارو (Maru). ڪاچيلي چارڻ اٺن ۽ گهوڙن جو واپار ڪن ٿا، پر مارو چارڻ ساڳيو ڀانن ۽ ڀاڻن وارو ڪم ڪن ٿا. اهي سڀ گجرات، سورت، ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ سنڌ جا رهاڪو آهن. اتي هنن جا چار پاڙا مشهور آهن. گاروي، ڀهروت، برٽ ۽ مگڻ.



گجرات ۾ چارڻن جو پاڙو ڪنير چارڻ به آهي. چيو وڃي ٿو ته راجا سدراج (1094-1143ع) ٽائين هر ڪنيارڻ ڇوڪري جي شاديءَ تي 16 روپيا ٽيڪس رکيل هو. ان زماني ۾ اهو ٽيڪس گهڻو هو. جنهنڪري ڪنير قبيلي جون ڪيترين ڇوڪريون ٽيڪس نه ڏيڻ سبب ڪنواريون ويهجي ونديون هيون. مگڻ سنڌي لفظ 'مگڻهار' ۾ ڏسي سگهجي ٿو. جنهن جي معنيٰ آهي 'گهُرڻ'. هي شادي مراديءَ تي گهور وٺندا آهن. مگڻ يا مگڻهار رڳو چارڻن ۾ نه آهن، ٻين ذاتين وارا به مگڻ سڏائيندا آهن، جيڪي گهور وٺڻ جو ڪم ڪندا آهن.

هندستان توڙي ٿر واري علائقي جا چارڻ ڏيک ويک ۾ زالين مڙسين سهڻا، قد جا ڊگها، رنگ جا پورا ٿين ٿا. مرد راجپوتن وانگر سگهاري هڏ ڪاٺ جا ٿين. شهپر وڏا رکن. ڪي وار ڊگها ته ڪي ننڍا رکن ٿا. ڪي مندرن ۾ رهندي نوڙهه ڪرائين. مرد شلوار پائين ان جي مٿان واسڪوٽي پهرين ۽ مٿي تي پٽڪو ٻڌن. عورتون پيٽي ڪوٽ، سٿڻ، واسڪوٽي وغيره پهرين. گجرات جا چارڻ گجراتي ڳالهائين. انهن مان ڪي ڪڇي ته ڪي اهيري زبان ڳالهائين. ٿوري چارڻن جو پنهنجو الڳ پنچ به ٿئي، جنهن کي هو 'گهرديرو' (Ghardero) ڪوٺين، جيڪو سندن سماجي مسئلن ۾ اڳواٽي ۽ فيصلا ڪندو آهي. چارڻن کي ڇهن هيٺين پاڙن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

(1) گجر (Gujar)، (2) ڪاڇيلا (ڪڇ جا رهاڪو)، (3) مارو، (4) تمر (تمل، شايد سنڌي آهن)، (5) سورٺيا (سورٺ يا ڪاٺياواڙ کان آيل) ۽ (6) سوچيا (سوچي).

مٿيان سڀ پاڙا سنڌ ۾ رهن ٿا، پر سوچي ۽ گجر نالي ماتر رهن ٿا. گجر چارڻ مارواڙي چارڻن مان آهن. پر اهي سڀ هڪ ٻئي سان سڱابندي ڪونه ڪن. ڪاڇيلن ۾ وري ٽي پاڙا آهن: (1) نارا (Nara)، (2) چورڙا (Chorda) ۽ (3) چونوا (Chaunva). چونوا چارڻن جون به نياتون آهن. جڏهن ته مارو چارڻن جون 20 نياتون آهن. جيڪي وري 300 کن مختلف پاڙن ۾ ورهايل آهن.



ڏن وٺڻ لاءِ آيل هڪ چارڻ

چارڻ صرف پنهنجيءَ ذات مان شادي ڪن، پر پنهنجي ويجهن مائٽن مان شادي ڪو نه ڪن. ماءُ جي مائٽن مان شادي جائز سمجهن. مارو چارڻ، پنهنجي ماسات، سوٽ، ماروٽ سان شادي ڪونه ڪن. پر ڪاڇيلا ۽ تمر پنهنجي ماسات سان شادي ڪن. ڪين پنهنجي ساليءَ سان شادي جي اجازت آهي. به پائر ٻن ڀينرن سان شادي ڪري سگهن ٿا، پر سنڌ ۾ ست پشتي سيٽن ۾ شادي جائز نه ٿا سمجهن. ٻن ڀينرن سان به شادي ڪونه ڪن. سنڌ ۾ ننڍيءَ عمر جي شادي منع آهي، پر گجرات ۾ 15 سالن تائين جي ٻارن جون شاديون ڪرايون وينديون آهن.

ٻار ڄمڻ واري ڏينهن چارڻ ڪا به رسم ادا ڪونه ڪن. ڇهين ڏينهن ڇٽي ڪن. ڇٽيءَ واري ڏينهن مسلمان چارڻ عبادت ۽ هندو چارڻ پوڄا پاٺ ڪن. ڪاڇيلا چارڻ، ڇٽيءَ واري ڏينهن ديويءَ آڏو ڇُري، چاقو يا تلوار ڪوڙي پوڄا ڪن. سنگت ساٿ، مٽ مائٽ پاڻ سان چانور يا کٽڪ کٽي ايندا آهن ۽ ٻار جي پينگهي جي پرسان رکندا آهن. ان جي عيوض ايندڙ مهمانن جي مٺن چانورن سان آجيان ڪئي ويندي آهي. ٻار جو نالو ڇٽيءَ واري ڏينهن رکبو آهي. يا وري ٽپڙو ڪولائي نالو رکن. ٻار کي ڇهين ڏينهن وهنجاري نوان ڪپڙا پارائي نرڙ تي تلڪ لڳايو ويندو آهي. ڪيس سفيد چادر وڇائي ان تي سمهاريو ويندو آهي. جيڪڏهن ڇوڪري آهي ته چادر جي هر هڪ ڪنڊ هڪ ڇوڪري جهليندي، جي ڇوڪرو آهي ته ڪنڊون ڇوڪرا جهليندا. اها چادر جهُولي وانگر جهولائيندا آهن. ٻار جي جنم کان ايڪيهن ڏينهن تائين اها عورت سنان نه ڪندي آهي، ۽ ڪاڇيلن ۾ اهو چِلو ٻارنهن ڏينهن تائين هلندو آهي.

چارڻن ۾ سَڱ جي گهُر گهوٽ جو پيءُ ڪندو آهي. رنڙ عورت جي ٻيهر شادي ڪا نه ٿئي. اهو رواج مارو چارڻن ۾ به آهي، پر ڪاڇيلن، تمر (تمل) ۽ گجرن ۾ رنڙ عورت کي شاديءَ جي اجازت آهي. تمرن ۾ مري ويل مڙس جي ڀاءُ سان به شاديءَ جي اجازت آهي. گجرات ۾ رنڙ عورت (جنهن کي ٻار هجن) کي شاديءَ جي اجازت ناهي.

وچ ۽ اتر گجرات ۾ مڙس ۽ زال، ٻنهيءَ کي طلاق وٺڻ جو حق حاصل ناهي، پر ڪن هنڌن تي مڙس زال کي طلاق ڏئي سگهي ٿو. ڪاٺياواڙ ۾ طلاق جو رواج ڪٿي ڪٿي آهي، پر جيڪڏهن اها پڪ ٿئي ته مرد ٻي شادي ڪرڻ لاءِ طلاق ڏئي ٿو ته برادري ان طلاق جي اجازت نه ڏيندي آهي.

گجرات ۾ وراثت جي سلسلي ۾ هندو قانون جي پوئواري ڪئي ويجي ٿي. عورت کي ملڪيت مان ڪو به حصو ڪونه ملي. جيڪڏهن ڪو نپٽو مري ٿو ته سندس ملڪيت جو وارث خاندان جو چوڌري ٿيندو، پر ڏيءُ نه. پر ڪاٺياواڙ ۾ اهو قاعدو ڪونهي. اتي مرڻ واري جي مرضي آهي ته مرڻ وقت هو پنهنجي ملڪيت جي وصيت ڪنهن لاءِ ٿو ڪري. سندس ملڪيت تي پٽ کان سواءِ سندس ڏيءُ ۽ ڏوهٽيءَ جو به حق تسليم آهي.

مذهبي طور اڪثر هندو چارڻ شِوَ جا پوڄاري آهن. ان جي ڪيترن روپن مان ڪنهن به هڪ روپ جي پوڄا ڪن؛ جيئن پاواني ديوي، پاروتي وغيره. پر انهن کي مقامي نالا ڏين ٿا، جيئن ڪالڪا ديوي، ڪوڙيار ديوي، بوبادي ديوي وغيره. ڪڇ ۾ چارڻ سڏجن ٿي 'ديوي ٻالڪ'. اهي گهٽو ڪري گهرن ۾ مهاديو، ماتا ديوي ۽ وشنو جون تصويرن ناهي، انهن کي پوڄين، پر ڳوٺ جي مندر ۾ به باقاعدي حاضري ڀرين.

چارڻن ۾ مئل ماڻهوءَ کي ساڙڻ جو رواج آهي. ٻن سالن کان ننڍن ٻارن ۽ بيمارن ۽ بيماريءَ وگهي مئلن کي پوريو وڃي ٿو.

ڪڇ ۾ وڙاوا (Vadava) ۽ سراچا (Siracha) نيات جا چارڻ، مُردن کي پوريندا آهن. اهي ماڻهو جيڪي هنگلاج ياترا ڪري ايندا آهن، انهن کي ويهاري پوريندا آهن. تڏي وارا ڏينهن مسلمانن وانگر ڏاڙهي نه لهرائين. ٻيون رسمون اهڙيون ئي اٿن، جهڙيون عام هندن جون آهن. مسلمان پنهنجي طريقي سان رسمون ادا ڪن.

ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا جي مصنف لکيو آهي ته 'چارڻ' سنسڪرت جو لفظ 'چِرَا' آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: رولو ڀٽ، ڳائڻو، فقير، مڱڻهار، مڱتو ڪلونت. هندو چارڻ هريجن ۽ ٺڪر راجپوتن مان آهن. جڏهن ته مسلمان چارڻ سما آهن. هي شادين مرادين تي ۽ خوشيءَ جي موقعي تي ڳائي وڄائي دانَ وٺندا آهن. هي اصل ۾ گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ راجپوتانا جا آهن. راءِ ڏياچ سندن وڏو هو پراڻي دور ۾ بادشاهه ۽ حاڪم ڪين جنگ جي

ميدان ۾ ڳارائيندا هئا، تہ جيئن وڙهندڙن ۾ جوش پيدا ٿئي. بيجل چارڻ کي شاهہ لطيف بہ ڳايو آهي. جنهن سرندو وڄائي جهوناڳڙهہ جي راجا راءِ ڏياچ جو سِر دان ۾ گهُريو هو.



رستي تي ويهي ڳائيندڙ چارڻ

تاريخ ريگستان ۾ ڄاڻايل آهي تہ چارڻ، راجا شرڻ راءِ جو اولاد آهن. ڪويتا ۾ هوشيار آهن. چارڻن جون ٻارنهن نکون آهن. اهي ماتا ديويءَ جي پوڄا ڪندا آهن، جن کي ڪوڙيار ماتا سڏيندا آهن. ٿر ۾ چارڻن جا ڪجهہ ڳوٺ وڃي بچيا آهن، جيڪي ننگرپارڪر تعلقي جي ڳوڻن ڇڇي چارڻ، ڏيڻسي ۽ عمرڪوٽ طرف ڪاروڙيي چارڻ ۾ رهن ٿا.

سنڌ ۾ چارڻ ساز سنگيت ۽ ڪٿا ڪرڻ ۾ مشهور رهيا آهن. سمنگ چارڻ سومرن جي دور جو وڏو شاعر هو، جنهن شهيد دودي سومري جي شهادت بابت بيت چيا، جيڪي تاريخ جو حصو آهن. ان کان سواءِ سنڌ جي عظيم شاعر شاهہ عبداللطيف بہ چارڻن کي ڳايو آهي، سر سورٺ ان جو لاجواب مثال آهي، جنهن ۾ پاڻ بيجل نالي چارڻ جي سُرن جي واکاڻ ڪندي چيو آهي تہ راءِ ڏياچ (وڌيڪ ڏسندا: **راءِ ڏياچ، جلد پنجون**) سندس سُر تي موهت ٿي ڪيس دان ۾ پنهنجو سِرُ ڪوري ڏنو هو. اهو دنيا ۾ پهريون مثال آهي تہ ڪنهن بادشاهہ سُر تي پنهنجو سِر ڏنو هجي.

ڪلهوڙن جي دور ۾ ضلعي لاڙڪاڻي ۽ دادوءَ ۾ چارڻن ۾ وڏا شاعر پيدا ٿيا، جن جو سنڌي لوڪ شاعريءَ ۾ وڏو مقام آهي. انهن ۾ جمن چارڻ ۽ صدرالدين چارڻ جون مداحون مشهور آهن. ان کان سواءِ سمنگ چارڻ، جانو چارڻ ۽ ٻيا بہ ڪيترا سگهڙ ۽ شاعر ٿي گذريا آهن. (**وڌيڪ ڏسو: چارڻ، سمنگ**).

**چارڻ** (رسالو): ليکڪ ۽ ڪهاڻيڪار خالد سنڌيءَ، حيدرآباد مان ماهوار 'چارڻ' رسالو ڪڍندو هو جنهن جا ڪيترا پرچا نڪتا. ان جو پهريون پرچو 1975ع ۾ نڪتو.

**چارڻ، سُمنگ**: منظوم داستان گوئيءَ ۾ مشهور منگتو. سُمنگ چارڻ، اوائلي سنڌي شاعريءَ جو اهم نالو آهي. هيءُ سومرن جي دور سان واسطو رکي ٿو. سمنگ چارڻ، ڄام لاکي جو مگڻهار هو. سُمنگ چارڻ 1200ع کان 1300ع جي وچ واري عرصي ۾، قاضي قاضن کان تقريباً ٻہ صديون اڳ ۾ ٿي گذريو آهي. هن لاءِ مشهور آهي تہ هيءُ سومرن جي راڄ جو سخت مخالف هو ۽ سما پرستي سندس سرشت ۾ سمايل هئي. هيءُ اصل ڪڇ جي سرحد ڪيراڪوٽ جو رهاڪو هو. اباڻي عادت وانگر سدا سيلاني رهيو ۽ ڳچ عمر سفر ۾ گذاريائين. ان وقت ۾ چارڻن، ڀٽن ۽ ڀانن کي بادشاهن وٽ خاص مقام حاصل هوندو هو. هيءُ بہ سمن حاڪمن جي بهادريءَ جا ڳُڻ ڳائيندي ڪافي مشهور ٿيو. هن جو زمانو سومرن جو پويون ۽ سمن جي اسرڻ وارو دور هو. هن جي وقت ۾ همير سومرو سنڌ جو بادشاهہ هو پر هيءُ سمن سردارن جي شان ۾ ڳائيندو هو. ان ڪري سندس مقبوليت سما پرست چارڻ طور ٿي. هن لاءِ مشهور آهي تہ هڪ ڀيري همير سومري وٽ وڏي طمطراق سان اچي حاضر ٿيو. ساڻس وهٽ، خچر، گهوڙا، ڏان ۾ مليل ڪيترا ٻانها، چيلا ۽ چاڪر گڏ هئا. همير سومري کي سندس سما پرستيءَ جي اڳ ئي خبر هئي. تنهن تي سومرن هن جي مهماني ڪرڻ بجاءِ سردار ڀوري راءِ سومري هٿان سمورا وهٽ ۽ ٻيو سامان راتو واهہ ڪٽائي ويا. هن جيئن اهڙي دانهن دربار ۾ آندي تہ الٽو ڪيس ٻڌي ڪاٺ ۾ وڌو ويو. هن ان جاءِ تي هيٺيون بيت چيو تہ:

'همير ڪان پوءِ، راڄ نہ ماڻن سومرا'.

چون ٿا تہ تنهن وقت سمنگ کي راڄ ۾ فقير ۽ منگتي طور وڏي مشهوري حاصل هئي. تنهنڪري راڄ سندس اهڙي وائيءَ کي اڳڪٿي ڪري قبوليو ۽ اهڙي ورتاءُ بعد سمنگ جهنگ مُنهن ڪري واويلا ڪندو واهڻن، وستين ۾ در در ڀٽڪندو، سومرن جا ڏنل سور ڳليءَ ڳليءَ ۾ ڀِٽيندو رهيو. چون ٿا تہ سندس ڪلام ئي ملڪ ۾ سومرن جي راڄ خلاف بغاوت ڀڙڪائي. جنهن سان سومرن جي حڪومت جي اختتام ۽ سمن جو برسر اقتدار اچڻ ممڪن ٿيو. محقق ڪيس سومرن جي دور جو 'باغي چارڻ' ڪري لکن ٿا. هيءُ خاص طور ڳاهہ ۾ شاعري ڪندو هو ۽ سندس سرجيل ڳاهن ۾ رمزون سمايل هونديون هيون. راڻي ۽ مومل جو قصو بہ سندس دور جو هو. هن لاءِ هڪ ٻيو قصو بہ مشهور آهي تہ: هڪ ڀيري هن ڄام لاکي جي ٻَٽ آزمائڻ لاءِ اڻ منداڻتن ڀيرُن جي وچي صدا هڻي ۽ ڄام لاکي کي چيائين: "ڄام لاکا! منهنجي گهرواري اُميد واري آهي. چارڻيءَ کي ڀَيرن جي چاهت ٿي آهي. انهيءَ لاءِ تنهنجي جود ۽ سخا جي هاڪ ٻُڌي ڀيرن جي لپ واسطي اچي تنهنجو در جهليو اٿم. هاڻي منهنجي مشڪل آسان ڪر. وڪيو ڄام بہ ڏاتار آهي ۽ هو سواليءَ جي سڏ سڻي، سر سوڌي بہ سخا ڪري ڄاڻي ٿو. آءٌ تہ تو وٽ ئي آس رکي آيو آهيان. جي تو کان نہ پُڄي تہ وڃان ڄام وڪيي ڏاتار وٽ." اهو ٻُڌي ڄام لاکي سمنگ چارڻ جي پت پاڙڻ بجاءِ ڪيس وراڻيو تہ هيڻڙ جو هيڻڙ منهنجي ملڪ مان نڪر، سڌو وڪيي وٽ وڃ. اٺن پهرن اندر يا تہ وڪيي جي ملڪ مان ٻيرون پهچاءِ يا تہ سندس سر آڻي ڏي نہ تہ تنهنجي چارڻيءَ جو خير ڪونهي.

تنهن تان فقير تي اچي ڄام لاکي جو قهر ڪڙڪيو ۽ هيءُ بہ بيجل وانگر ڪلهي تي ڪينرو پائي رمندو رهيو

چون ٿا تہ هيءُ جڏهن وڪيي ڏاتار وٽ پهتو تہ ان پنهنجي گهيٽي کي ڀٽيون پئي ٻَڌيون. سمنگ مٿس طنز ڪندي چيو تہ:

ڦلاڻي لاکي وٽ مون وڏو ڪيو ٿي وات،
گهيٽن ڀٽيون جو ٻَڌي، سو ڏيندو ڪهڙي ڏات!

تنهن تي وڪيي ڏاتار ڪيس وراڻيو تہ: اي جاجڪ! اسين ڇهٽين ۽ نَهَن سان چونڊي ڏن گڏ ڪندا آهيون ۽ جڏهن ڏيندا آهيون تہ اهو ساڳيو ڏن جهول ڀري ڏيندا آهيون. اهڙيءَ ريت اهو سمورو قصو ترتيب وار بيجل راءِ ڏياچ واري طرز تي هن منظوم ڳاهہ ۾ بيان ڪيو آهي، جيڪو سنڌي لوڪ ادب ۾

وڏي اهميت رکي ٿو. ان بابت چون ٿا تہ ڄام وڪيي سندس سر ڏيڻ واري ڳُھر بہ پوري ڪرڻ ٿي چاهي، پر اهو سوچي تہ گھر پيرُن جي ڪٿي اٿس! اها تہ سر ڏيڻ سان پوري نہ ٿيندي. اهڙيءَ ريت ڄام وڪيي کيس ڏوراپو ڏيندي چيو تہ: ”اڙي سمنگيا! ڪوڙهيا! ڏاتارن کان اهڙا اڻمنداڻتا ڏان گهرڻ کپن!؟“ چون ٿا تہ اهڙي ڏوراپي تي سمنگ چارڻ جي پيشانيءَ تي پشيمانيءَ جا تاثر اُڀريا ۽ سندس نراڙ تي اچو ٽِڪو اُڀري آيو. جيڪو کيس عمر جي آخر تائين رهيو.

ان کان سواءِ سمنگ چارڻ، ڄام ڪرن، ڄام اوٺي جکري، ڄام سپڙ چوٽاڻي ۽ سپڙ ڄام رونجهي سميت ڏهن ٻي ڏاتارن: راءِ ڏياچ چاوڙي، جکري اوڍي، اوڍي جکراڻي، ڄام هٽند ٺڏياڻي ۽ جسوڏڻ اگڙي کي پنهنجن ڳاهن ۾ ڳائڻ سميت ستن سرفروش سورمن: (1) ڄام انڙ ويس، (2) ابڙي اڙٻنگ، (3) پونئري پاونگ، (4) بانکي بداماڻي، (5) ڪارائڙي ڪونڌر، (6) هوٿي وريام، (7) لاکي ڦلاڻي جي مهما ڳائي آهي.

سمنگ چارڻ سنڌي لوڪ ادب جي پهرين سورنهن سچاڻ سگهڙن کان بہ اڳ جو آهي. هن ڳاهہ، ساراهہ، سٺ سورهيائي ۽ ثنا جا عنوان پنهنجي منظوم داستانن ۾ سمايا آهن. سندس ان ذخيري ۾ مزاح جو عنصر بہ ملي ٿو. اشارن ۽ ڪناين سان لطيف سرڪار بہ هن جو تذڪرو پنهنجي ڪلام ۾ آندو آهي، جيئن:

ٻاجهاڻو ٻيلي ڏٺي ٻجهان ٻاجهہ پيئي،
سپڙ سا سيئي، جيڪا چارڻ چِت ۾.

سنڌي ادب جي ناليواري محقق پروفيسر محرم خان پنهنجي هڪ تحقيقي مقالي ۾ ثابت ڪيو آهي تہ شاهہ لطيف سخين ۽ سپڙ جي ثنا ۽ ساراهہ وارن بيتن ۾ سمنگ چارڻ وارا بيان ڪيل ساڳيا موضوع ڪنيا آهن. سنڌي لوڪ ادب ۾ هن تاريخ ساز منگتي کي بنيادي حيثيت حاصل آهي، جنهن خاص ڪري ڳاهہ جي صنف جا بنياد مضبوط ڪيا. جن ۾ هن پاران ڪتب آندل ٻول ۽ نج سنڌي ورجيسون روايتون، گفتا ۽ لفظي ذخيرو اڄ بہ سنڌ جي لوڪ ادب جي زينت بڻيل آهي ۽ پوئين دور جي چارڻن، ڀٽن، سگهڙن سندس روايتن جي پوئواري ڪئي.

هن کي مختلف ليکڪن ۽ عام روايتن ۾ سمنگ کان سواءِ سهنگ، سومنگ، سمنگيو بہ سڏيو ويو آهي.

سمنگ چارڻ تي ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، ڊاڪٽر دائود پوٽي، منگهارام اوجها سميت ٻين عالمن بہ تحقيقي مقالا لکيا. سندس شاعريءَ بابت ڊاڪٽر غلام علي الانا لکيو آهي تہ: ”هن جي ڪلام ۾ نہ تخيل جي بلندي آهي، نہ خيال جو پرواز پر سندس ڳاهن جي خاص خوبي اها آهي تہ انهن مان ان دور جي تهذيب ۽ تمدن، اٿي وهٺي، ماحول ۽ تاريخ جي خبر پوي ٿي. سمنگ جي ڳاهن جي ٻي اهم خوبي سيرت نگاري ۽ واقعہ نگاري آهي.“

**چارڻ، نظير احمد، ڊاڪٽر:** هوميوپيٿيءَ ۾ شهرت رکندڙ ڊاڪٽر ۽ ليکڪ نظير احمد چارڻ، 2 جون 1947ع تي جوهي تعلقي جي ڳوٺ پنهور ڀٽڙا ۾ ڄائو. پرائمريءَ کان بي. اي تائين تعليم دادوءَ مان حاصل ڪري، 1970ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي سوشالاجيءَ ۾ ڪيائين. هوميوپيٿيءَ ۾ چئن سالن جو ڪورس 1990ع ۾ پاس ڪيائين. بهتر ڪارڪردگيءَ تي کيس 1992ع ۾ ’پاڪستان ڪائونسل آف هوميوپيٿيءَ‘ گولڊ ميڊل ڏنو. 1994ع ڌاري جرمنيءَ مان ’بيچلر آف هوميوپيٿڪ ميڊيسن‘ جي ڊگري حاصل



ڪيائين. هي پهريون سنڌي آهي، جنهن جرمنيءَ مان هوميوپيٿڪ ميڊيسن ۾ گرئجوئيشن ڪئي ۽ عورتن جي ڇاتيءَ جي ڪينسر ۽ ٻين زنانين بيمارين ۾ اسپيشلائيزيشن ڪئي آهي. ڊاڪٽر نظير احمد اخبارن ۾ هوميوپيٿيءَ بابت تحقيقي ۽ معلوماتي مضمون لکندو رهيو آهي. جنهن سان سنڌ ۾ ماڻهن ۾ هوميوپيٿي علاج بابت شعور پکڙيو آهي. ان سلسلي ۾ 1992ع کان 2000ع تائين هفتيوار معلوماتي مضمون روزاني ’جاڳو‘ اخبار ۾ ’جاڳو هوميوپيٿي ڪلينڪ‘ جي سري هيٺ لکيائين، جنهن ۾ هن عام بيمارين کان علاوه هر موذي مرض جي علاج بابت آگاهي ڏني. ويجهي ماضيءَ ۾ ڊينگي بخار، لشميناسس ۽ انٿراڪس بيمارين تي ڪيترا مضمون لکيا اٿس. ان کان سواءِ پاڻيءَ ۾ سنڪيي، نانگ جي زهر جي علاج ۽ ٻارن جي بيمارين ۽ علاج بابت معلومات فراهم ڪندو رهيو آهي. ڊاڪٽر نظير چارڻ، ڊاڪٽر وليم بورڪ جو هوميوپيٿي دوائن جو ڪتاب ’مٽيريا ميڊيڪا‘ سنڌيءَ ترجمو ڪري رهيو آهي. عورتن جي عام بيمارين کانسواءِ ڇاتيءَ جي ڪينسر بابت بہ ڪتاب ڇپائيءَ هيٺ اٿس. هو انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا لاءِ بہ طب جي موضوع جون اهم داخلائون لکندو رهيو آهي. هن وقت دادوءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**چارو**[1] (ديهہ): تعلقي محمد خان جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڏٽي پرتو رند ۽ محمد رحيم رند نالي بہ ڳوٺ آباد آهن.

**چارو**[2] (ديهہ): دادو ضلعي جي تعلقي ميهڙ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ چارو ۽ ڪولاچي نالي ڳوٺ شامل آهن.

**چار واڪ/ لوڪياتہ جو فلسفو:** چار واڪ هندستان جو اهو قديم مادي فلسفو آهي، جنهن ۾ اڳئين جنم جي ڳالهہ رد ڪيل آهي. هن فلسفي جو بنياد ستين صدي ق. م ۾ ’برهاسپتي‘ وڌو. هن کي لوڪياتہ (Lokayatika) فلسفو بہ چئجي ٿو. هن خيال جو اظهار رگ ويد ۾ برهاسپتيءَ ڪيو ۽ پوءِ هن فلسفي کي ڪيترن وگيانين/ عالمن ترقي ڏني. برهاسپتيءَ جي پوئلڳن کي ’چار واڪ‘ سڏيو وڃي ٿو ۽ ماده پرستي ۽ چار واڪيت تقريباً هڪ ئي مفهوم ۾ ورتا وڃن ٿا. چار واڪ فلسفي جو بنياد علم جي نظريي تي آهي. علم ڪيئن ٿو حاصل ٿئي؟ ان جي جواب ۾ هنن جو چوڻ آهي تہ علم ادراڪ سان حاصل ٿئي ٿو ۽ ڪنهن بہ الهامي هستيءَ وٽان پراپت نٿو ٿئي. استدلال بہ هن ڏس ۾ ڪجهہ نٿو ڪري. ان ڪري انسان صرف حواسن ذريعي حاصل ڪري ٿو. چار واڪ جي فلسفي ۾ مذهب جي ڪا بہ گنجائش نہ آهي. چار واڪ جا حامي چون ٿا تہ جيڪڏهن (نعوذ بالله) خدا هر شيءَ تي قادر ۽ هر جڳهہ تي موجود هجي ها تہ پوءِ هو اسان جي شڪ شبهن کي ختم ڪري ها. هو دنيا مان ظلم ۽ بربريت کي ختم ڪرڻ سان گڏ ڪائنات ۾ تنظيم پيدا ڪري ها. چار واڪ هندستان جو اهو پهريون فلسفو هو، جنهن سمورن روايتي تصورن کي رد ڪري، روح، خوف، مذهب، آخرت، اخلاقيات،

آفاقي طاقتن کان آزاد زندگيءَ جو فلسفو ڏنو هن فلسفي موجب اخلاقيات دکو ۽ لذت سچائي آهي. چار واڪ فلسفي جي پوئلڳن جو چوڻ آهي ته زندگي هڪ دفعو ملي ٿي، جيڪا وري ٻيهر نه ملندي، انهيءَ ڪري ان کي نفس ڪشيءَ، آخرت جي خوف ۽ اخلاقي پابندين کان آجو هئڻ ۽ دنيا مان لطف اندوز ٿيڻ گهرجي. دنياوي ۽ جسماني لذتون ئي زندگيءَ جو ثمر آهن. چار واڪ فلسفي سمورن ڌرمي تصورن جهڙوڪ: ترڪ دنيا، نفس ڪشي، روحانيت، ٻيو جنم، آخرت، خوف ۽ زندگيءَ کي عذاب ۽ ڏک قرار ڏيڻ وغيره رد ڪري ڇڏيا آهن. هنن جو چوڻ هو ته ڏک برابر آهن، پر سک انهن کان وڌيڪ آهي، جيئن هڪ چانور جو داڻو ڪل ۾ ڍڪيل هوندو آهي، پر انهيءَ کي اڇلائبو ناهي، پر صاف ڪري کائبو آهي. چار واڪ وارا، برهمڻن ۽ اوچي ذات وارن تي چوهه چندين ٿا ۽ انسانن کي برابر سمجهن ٿا ۽ هر انسان جي هڪجهڙي تعظيم ٿا ڪن. چار واڪ ماده پرست گهڻو ڪري هر دؤر ۾ رهيا آهن، پر اُهي مذهب وانگر منظم نه هئڻ ڪري اڪثر گمنام رهن ٿا يا وري اهي پنهنجا خيال ظاهر نٿا ڪن.

**چارو پرسو گدواڻي**: سنڌ هند جي نامور ماهر لسانيات، لوڪ ادب جي ماهر ۽ اديب سرڳواسي ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ جي نياڻي، چارو گدواڻي، 21 آگسٽ 1970ع تي ڀارتي شهر پوني ۾ جنم ورتو. هن جي سموري تعليم پوني ۾ ٿي. هن انگريزي ادب ۾ 'رابندر ناٿ ٽئگور جي ادبي تخليقن ۾ سندس ٻالڪپڻي جو نقش' (Depiction of Childhood in the works of Rabindernath Tagore) عنوان تي تحقيقي مقالو لکي، پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري (مئي 2004ع ۾) حاصل ڪئي آهي.



ڊاڪٽر چارو گدواڻي، آر. ڪي تلريجا ڪاليج الهاس نگر ۾ انگريزي ادب پڙهائيندي آهي. هن وقت هوءَ ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ جي سنڌي لوڪ گيتن جي هندي ترجمي کي انگريزيءَ ۾ ترجمي ڪرڻ جو ڪم ڪري رهي آهي. هوءَ سنڌي صوفي شاعريءَ جو انتخاب (anthology) به ترتيب ڏئي رهي آهي. هوءَ ڀارت جي مختلف شهرن ۾ ٿيندڙ قومي ۽ عالمي ڪانفرنسن دوران سنڌ ۽ سنڌي جاتيءَ جي سڃاڻپ واري مسئلي کي ٻين قومن آڏو مؤثر نموني پيش ڪندي رهي آهي. چارو گدواڻيءَ هن وقت 'پرسو گدواڻي سينٽر آف سنڌي اسٽڊيز' جي صلاحڪار بورڊ جي ميمبر آهي. هن جي سهڪار سان، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، سندس والد ڊاڪٽر پرسي گدواڻيءَ جو ڪتاب 'سنڌي لوڪ گيت: ٻوليءَ جي اوسر'، 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**چار يار**[1]: چار يار جي معنيٰ آهي 'چار دوست'. خاص ڪري حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن جي چئن اصحابين (خلفاءِ راشدين) حضرت ابوبڪر صديق رضہ، حضرت عمر فاروق رضہ، حضرت عثمان غني رضہ ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه کي 'چار يار' سڏيو ويندو آهي.

**چار يار**[2] (ڪتاب): هي ڪتاب غلام محمد شهواڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي چئن يارن (چئن خليفن) حضرت ابوبڪر صديق رضہ، حضرت عمر فاروق رضہ، حضرت عثمان غني رضہ ۽ حضرت علي المرتضيٰ عہ جي حياتيءَ جو احوال ادب، احترام ۽ دلچسپ انداز ۾ بيان ڪيو ويو آهي. خاص ڪري ننڍن ننڍن عنوانن ڪتاب جي خوبصورتيءَ ۾ وڌيڪ اضافو ڪيو آهي. هي ڪتاب پهريائين 1950ع جي ڌاڪي ۾ آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس پاران شايع ٿيو هو جڏهن ته هاڻي 2008ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور ٻيهر نئين ڇپائيءَ سان شايع ڪيو آهي. ٽن رنگن ۾ پڪي ٽائٽل سان 105 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 70 روپيا ڄاڻايل آهي.

**چاري بخش ڦوڙ** (ديهه): ضلعي سانگهڙ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام محمد نظاماڻي، عيسيٰ خان بروهي، محمد اسماعيل شيخ (يعقوب شيخ)، گل شير، ميان داد شير، حاجي غلام قادر راڄڙ، حاجي علي احمد راڄڙ، عبدالحڪيم شر (علي شير شر)، سائين ڏنو شيخ (بادل شيخ) ۽ پانڌي شيخ (دوست محمد شيخ).

**چاري منگلان** (ديهه): ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالنبي بروهي، حاجي محمد راڄڙ، ڪرنل رٽائرڊ الطاف احمد، حاجي خدا دوست راڄڙ، حاجي حسين بخش راڄڙ، علي احمد بروهي، علي نواز بروهي (محمد ملوڪ)، عبدالواحد ڦوڙ (ماستر عمر)، اوطاق گل محمد آرائين، ولي محمد مري، اوطاق ڏٽي پرتو ۽ صاحب خان خاصخيلي.

**چاڙهيار** (ديهه): ضلعي ٿرپارڪر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ساڪري، ڀهرائي چاڙهيار سميجا، ڪتڪڙي، سٽيلو، جيسي جو ترُ.

**چاڙهيڪو**: شڪار جو هڪ طريقو جيڪو شام جو واهيري مهل يا صبح جو ساجهر ٿيندو آهي. صبح جي وقت پکي وڻن تي آرام ۾ هوندا آهن. جن کي شڪاري بندوق کڻي اچي ماريندا آهن. هن شڪار ۾ ڪارڙا تتر ماريا آهن. هڪ پاليل ڪارڙو تتر پڃري ۾ وجهي جهنگ ۾ وڃي رکبو آهي. اهو ٻوليندو آهي ته جهنگلي تتر ان جي ٻولي ٻڌي ساڻس وڙهڻ ايندا آهن. شڪاري بندوق سان پرسان لڪو ويٺو هوندو آهي ۽ اهڙن جهنگلي تترن جو شڪار ڪندو آهي.

- ٽر واري پاسي، ٻيٽن يا ٽوئڪن تي چڙهي، وچايل مال جي ڳولا ڪرڻ کي به چاڙهيڪو چوندا آهن.

**چاشَ**: چاش، ڳُڙ يا کنڊ جي مرڪب کي چئبو آهي. ڳڙ يا کنڊ ۾ مناسب مقدار ۾ پاڻي وجهي چلهه تي چاڙهبو ته پاڻي سڪي ويندو ۽ ان کان پوءِ باقي گهاٽي پت وڃي بچندي، جنهن کي چاش چوندا آهن. طبيب چاش ۾ دوا ملائي معجون يا شربت وغيره ٺاهيندا آهن. ڪمند پيڙڻ کان پوءِ ان مان کنڊ به ٺاهي ويندي آهي. چاش ۾ ٻيا به کي وکر ملائي ان مان سُرڪو به ٺاهيندا آهن. سُرڪو ٻن نمونن جو ٿيندو آهي. هڪڙو سرڪو جنهن سان الڪوحل ٺاهيو ويندو آهي ۽ ٻئي سرڪي کي 'انگوري سرڪو' چوندا آهن. سرڪي جو ٻيو نمونو گاڙهو هوندو آهي، جيڪو بصرمڻان ڇڻڪاربو ته بصرمان تيز بوءِ نڪري ويندي ۽ پوءِ اهو بصرمانيءَ سان ڳنڍڻ طور کائي سگهبو آهي.

**چاشني:** ڪنڊ ۾ رڌل مٺن چانورن کي چاشني چئبو آهي. هيءُ مِلي يت جو هڪ نمونو آهي، جنهن ۾ سهڻائيءَ ۽ سواد لاءِ پستا ۽ بادام وغيره به وڌا ويندا آهن. چاشنيءَ ۾ اڇا چانور به رکبا آهن. پر گهڻو ڪري چاشنيءَ ۾ ڪيسر (زعفران) رنگ جا چانور وجهندا آهن. چاشني خاص طور ڪاڄن ۾ رڌبي آهي. اڪثر باس طور به چاشني رڌي وڃي ٿي. اڪثران کي زردو به چوندا آهن، چو ته ان ۾ زردو (پيلو رنگ) ڪيسر يا زعفران جي بدران وجهندا آهن.



**چاغي:** چاغي بلوچستان جو ضلعو ۽ ضلعي هيڊڪواٽر آهي. هي ضلعو پاڪستان جي چئني صوبن ۾ وڏي ۾ وڏو ضلعو آهي، جنهن جي ڪل پکيڙ 50545 ڪلوميٽر آهي، جڏهن ته 2005ع جي آدمشماري موجب هتان جي آبادي 250000 ماڻهن تي مشتمل آهي. هن ضلعي جي سرحد




افغانستان ۽ ايران ملڪن سان لڳي ٿي. هن ضلعي ۾ نوشڪي دالبدن ۽ نوڪنڊي تعلقا آهن. 1998ع ۾ پاڪستان طرفان هن ضلعي ۾ موجود راس ڪوهه جي ٽڪرين ۾ ايٽمي ڌماڪو ڪيو ويو. جنهنڪري هيءُ ضلعو سڄي دنيا ۾ مشهور ٿي ويو. هن ڌماڪي سبب آمريڪا ۽ يورپ جي ڪيترن ملڪن پاڪستان تي معاشي پابنديون مڙهيون. ان کان اڳ 1985ع ۾ نوشڪي تعلقي کي ضلعي جو درجو ڏنو ويو. چاغي جابلو علائقو آهي. نواز شريف جي حڪومت دوران 28 مئي 1998ع تي هتي 'پاڪستان ائٽمڪ انرجي ڪميشن 'طرفان ائٽمي ڌماڪو ڪيو ويو. ڌماڪي لاءِ هن علائقي کي مشهور سائنسدانن اشفاق احمد، منير احمد ۽ ڊاڪٽر احسان مبارڪ چونڊيو. بروهي، بلوچ ۽ ڪجهه افغان قبيلا هتان جا اصل رهواسي آهن. هتي عرب به آباد رهيا آهن. جنهن جي شاهدي پرگ ۽ زرالہ شهرن جي آسپاس مقبرن جا تباهه ٿيل آثار ڏين ٿا. گزيٽئر بلوچستان جي ليکڪ موجب: هتي سيد به رهندا هئا. جن کي سنجراڻي بلوچن لوڏي ڪڍيو. نوشڪيءَ جي مشرقي حصي ۾ اوائلي باشندا مانڊئي آباد هئا. جن کانپوءِ رخشان بلوچ هتي سرداري نظام قائم ڪيو. جيئن اڄڪلهه سڄي بلوچستان ۾ آهي. هتي رهندڙ قبيلن ۾ رخشاني، باديني رخشاني، حمالدني رخشاني، مانڊئي، ذگر مينگل، مهه حسني، سنجراڻي، سارات، بزبيچ، لانگو، لوهڙي ۽ ڪجهه هندو ذاتيون آباد آهن. هتان جي ماڻهن جو ڌنڌو هارپو زميندراي ۽ واپار آهي.

**چاڪُ:** ڦيٿو، چيڪلو (گاڏيءَ جو). ڦيٿي جي ايجاد انساني تاريخ جي ارتقا جو بنيادي ڏاڪو آهي، جنهن جي ايجاد کان اڳ ڳريون وزندار شيون هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ ڪڻي وڃڻ ڏکي ڳالهه هئي. شروعات ۾ وڻن جا ٽڙ وڍي، انهن کي وچان سَل ڪڍي ڦيٿو ٺاهيو ويو. اهي ڦيٿا نهايت ڳرا هئا، پر پوءِ حڪمت عمليءَ سان جلد ئي انهن ۾ سڌارو آندو ويو. حضرت سليمان جي زماني ۾ ڦيٿا اڄوڪي دور وارن ڦيٿن جهڙا ايجاد ڪيا ويا. ان بعد چاڪ جي هر هڪ ڪاٺي يا ياڱي کي جدا جدا نالا ڏنا ويا هئا. جيئن: ارا، وَنگ ۽ دُري وغيره.



**چاڪراڻي:** هيءُ رند قبيلي جو هڪ پاڙو آهي، جيڪي بلوچستان سميت سڄيءَ سنڌ ۾ آباد آهن. هي مير چاڪر خان بلوچ جي نسبت سان پاڻ کي چاڪراڻي سڏرائين ٿا. رندن سميت پتافي، بگٽي، لُنڊ، بوزدار، نوتاڻي، جمالي، ٽالپر، مري قبيلن ۾ به هن ذات وارا آهن.

**چاڪر خان راڄڙ:** تعلقي ڪوٽڙيءَ جي مشهور شخصيت وڏيرو چاڪر خان راڄڙ، جنهن پنهنجي نالي سان ڳوٺ ٻڌايو. اهو ڳوٺ تعلقي ڪوٽڙي، ضلعي ڄامشوري ۾ انڊس هاءِ وي جي ڪپ سان آباد آهي. هن ڳوٺ جا رهواسي زميندراي پيشي سان لاڳاپيل آهن. ڳوٺ ۾ بجلي ۽ واٽر سپلائي، پرائمري اسڪول موجود آهي. وڏيري چاڪر خان راڄڙ 1984ع ڌاري وفات ڪئي.

**چاڪر خان رند:** هيءُ بلوچ قوم جو پهريون نامور سردار ٿي گذريو آهي. پندرهين صدي عيسويءَ ڌاري، بلوچستان ۾ شهرت رکندڙ، بلوچ قبيلن جي هن مشهور اڳواڻ ۽ سپهه سالار جو جنم ڪن روايتن موجب 1450ع ۽ ڪن مطابق 1470ع ڌاري ٿيو. سندس والد مير شهڪ خان جي وفات کانپوءِ 30 سالن جي عمر ۾ سيني بلوچ سردارن کيس پنهنجو اڳواڻ منتخب ڪيو. شخصيتن جي حوالي سان گهڻي ياڱي بلوچستان جي تاريخ جي ابتدا مير چاڪر خان کان ٿئي ٿي. بلوچستان جي ٻن قبيلن، رندن ۽ لاشارين جي پاڻ ۾ مائٽي هئي.



مير چاڪر خان جون ٻه ڀينرون 'مذي' ۽ 'ٻانڙي' لاشاري قبيلن جي اڳواڻن مير عبدالله خان ۽ مير هدي خان جي نڪاح ۾ هيون. چاڪاڻ ته رند ۽ لاشاري مالوند قبيلا هئا، تنهنڪري بعد ۾ ٻنهي قبيلن جي وچ ۾ سبي (سيوي) جي سرسبز وشاداب ۽ قدرتي نعمتن سان مالامال سرزمين جي حصول لاءِ جنگ شروع ٿي، جيڪا مسلسل 30 سالن تائين جاري رهي، جنهن ۾ 25 لڙايون ٿيون، جن مان 15 لڙايون رندن ۽ 10 لڙايون لاشارين کٽيون.

روايتن موجب جنگين ۾ سنڌ جي سمن حاڪمن لاشارين جي مدد ڪئي ۽ قنڌار جا ارغون، رندن جا سهڪاري هئا. هڪ سبب لاشاري قبيلي جي عورت مائي گوهر ڪي سام جهلڻ ۽ چيو وڃي ٿو جيڪا جنڻ هئي. اهڙيءَ ريت هرات جي والي سلطان حسين پهرين رندن جي مدد ڪندي، لاشارين جو قتل عام ڪرڻ ڪانپوءِ خود رندن جي فوجي طاقت ختم ڪري ڪڇي واري علائقي تي قبضو ڪيو. بعد ۾ هن سيوي (سبي) تي قبضو ڪري رندن جي اقتدار کي هميشہ لاءِ ختم ڪري ڇڏيو. اقتدار ڪسجڻ ڪانپوءِ 1512ع جي شروع ۾ ميرچاڪر خان سبيءَ کان ملتان ڏانهن روانو ٿيو ۽ سبي جي اوير طرف ’چاڪر ڪور‘، ’چاڪر ميهاڳ‘ ۽ ’چاڪر پوش‘ نالي علائقن ۾ پنهنجي قبيلي سميت اچي آباد ٿيو. مير گهرام لاشاري، گجرات ۽ ڪاٺياواڙ طرف لڏي ويو. ان بعد ارغونن ميرچاڪر کي بہ نہ بخشيو ۽ انهن جي فوجن، مير چاڪر جو پيڇو ڪيو. مير چاڪر ’چاڪر تنگ‘ نالي درياءَ ۾ مورچا سنڀاليا، پر شڪست کاڌائين ۽ اچي ملتان ۾ آباد ٿيو. ملتان جي لانگاهہ حڪمرانن سلطان شاهہ محمود بن سلطان فيروز شاهہ پاران اچ ۽ ملتان جي وچ ۾ ڪيس ڪيترين جاگيرون مليون. ملتان جي امير جام بايزيد، مير چاڪر رندن کي صوبي ۾ بلند درجو ڏيارڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. 1554ع ڌاري مير چاڪر وڏي لشڪر سان گڏ، دهليءَ پهتو ۽ تخت موٽائڻ ۾ همايون بادشاهہ جي مدد ڪئي. ان فوجي مدد عيوض همايون بادشاهہ پاران ضلعي ساهيوال ۾ ’ستگڙهہ‘ نالي ڪيس جاگير عطا ٿي، جتي مير چاڪر 1555ع يا 1565ع ڌاري 96 ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي. مير چاڪر بلوچي زبان جو هڪ سٺو شاعر بہ هو.

**چاڪر خان سهرياڻي:** چاڪر خان سهرياڻي، پنهنجي دؤر جي قداور شخصيت ٿي گذريو آهي. هيءَ سهرياڻي قبيلي جو سردار هو. ڪنڌڪوٽ شهر جو هڪ حصو سندس نندي ڀاءُ مرزا خان جي نالي تي مرزانپوري ڪوٺجي ٿو. مير چاڪر خان جو ڳوٺ ڪنڌڪوٽ کان ڪجهہ پنڌ تي چاڪرآباد جي نالي سان آباد آهي. هن سنڌي ۽ فارسيءَ ۾ ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي مان حاصل ڪئي. نندي چمار ۾ لوڪلبورڊ جي ميمبريءَ لاءِ چونڊن ۾ حصو ورتائين ۽ ڪامياب ٿيو. لوڪلبورڊ جو ميمبر ٿيڻ بعد هن تعليم تي خاص ڌيان ڏنو. ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي گڏجاڻين ۾ ميرچاڪر خان سهرياڻيءَ جي انهيءَ جذبي جي تائيد ڪندي متفق راءِ سان سڀني ميمبرن، مير چاڪر خان کي ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جو وائس چيئرمئن چونڊيو. ان کان سواءِ ڊسٽرڪٽ ايجوڪيشن ڪاميٽيءَ جو ڪيس صدر چونڊيو ويو. ان دوران جيڪب آباد شهر ۾ ميونسپل هاءِ اسڪول قائم ٿيو جنهن ۾ گهٽ ڪري مقامي شهري شاگرد تعليم حاصل ڪري سگهندا هئا. ان لاءِ هن زميندارن کان چندو ڪري، ڊسٽرڪٽ ڪائونسل پاران، بورڊنگ هائوس تعمير ڪرايو ۽ ٻاهرين ڳوٺن ۽ شهرن جي شاگردن کي رهائش جون سهولتون مهيا ڪرائي. ميونسپل هاءِ اسڪول ۾ تعليم پرائڻ جو موقعو فراهم ڪيو. لوڪلبورڊ پاران جيڪب آباد ضلعي ۾ پرائمري اسڪول قائم ڪرائڻ ۽ مدرسا کولرائڻ لاءِ ڏينهن رات ڪوشان رهيو. ان وقت تعليم جو بندوبست ميونسپل ڪميٽيءَ ۽ لوڪل بورڊ جي ذمي هيٺ هوندو هو. تنهنڪري ضلعي اندر تعليم جي اوسر ۾ ميرچاڪر خان بنيادي ڪردار ادا ڪيو. تعليمي ادارا قائم ڪرائڻ کان سواءِ مير چاڪر خان غريب شاگردن لاءِ وظيفا بہ جاري ڪرايا. جڏهن ڪراچي شهر تعمير ٿيو تہ ان ۾ بہ ميرچاڪر خان سهرياڻيءَ جو ڪردار رهيو ۽ ان جي تعمير لاءِ فنڊ جمع ڪرڻ ۾ بہ سر توڙ ڪوششون ورتائين. سندس نالو جناح ڪورٽس هاسٽل ۾ لڳل ڪتبي تي ٻين سان گڏ درج آهي. ميرچاڪر خان سنڌ مدرسي ڪراچيءَ جي بورڊ آف گورنرس جو ميمبر بہ رهيو. انگريزن پهرين ميرچاڪر کي ’خانصاحب‘ ۽ بعد ۾ ’خانبهادر‘ جو لقب ڏنو. انهيءَ سان گڏ ڪيس جيڪب آباد واري شاهي جرڳي جو ميمبر بہ مقرر ڪيو. جنهن تي سڄي عمر رهيو. ضلعي سطح تي روينيو ۽ انتظامي نوعيت جا فيصلا بہ ميرچاڪر خان سهرياڻيءَ جي صلاح سان ٿيندا هئا. چاڪر خان سهرياڻي 1928ع ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ واري هلچل دوران جوڙيل سنڌ آزاد ڪانفرنس جو سربراهہ مقرر ٿيو. وڏي جاڪوڙ بعد 1935ع ۾ سنڌ بمبئيءَ کان ڌار ٿي، سندس منصف مزاجيءَ جي پيش نظر شاهي جرڳن ۾ تہ سندس اهميت هئي. پر ان کان سواءِ بہ ماڻهو پنهنجا تڪرار نبيرڻ لاءِ مير چاڪر خان سهرياڻيءَ ڏانهن رجوع ڪندا هئا. سندس اوطاق عدالت جو ڏيک ڏيندي هئي. اوطاق تي ايندڙ مسافرن توڙي عام ماڻهن کي ماني ملندي هئي. انگريز سرڪار ڪيس فرسٽ ڪلاس آنرري مئجسٽريٽ جا اختيار ڏنا هئا.

**چاڪر سلطان:** ضلعي لاڙڪاڻي، تعلقي ميري خان جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالواحد بروهي، منو ڪارڙو، عزيزالله ڪوسو، شهبيگ مگسي، علي حسن بروهي، الهہ بخش مگسي، عبدالغفور بروهي، مولوي غلام حسين مگسي، عرضي غيباڻي ۽ ٽندو قتل.

**چاڪر علي** (ديهہ): ضلعي ۽ تعلقي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چاڪري ڪلهوڙا، دريا خان ڪلهوڙو، ڳڙهي محمد نواز ڊڪڻ، خدا بخش چانڊيو، ميوو شيخ، خواب خان عمراڻي ۽ ڪريم بخش بروهي.

**چاڪر ڪوٽ** (ديهہ): ضلعي دادو جي تعلقي جوهي جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چاڪر ڪوٽ، بري، جلاب ديرو، يارو ديرو ۽ مصري خان ٻبر.

**چاڪر ڪوٽ:** چاڪرڪوٽ "223 '11 °26 اترويڪرائي ڦاڪ ۽ "041 '38 °68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي، ديهہ شاهپور، تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ ۾ واقع آهي. هيءُ ڪوٽ مير شهداد خان ٽالپر جي پٽ مير چاڪر خان پنهنجي مُربي ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي رهائش لاءِ 1740ع ڌاري ٺهرايو



هو. هيءُ ڪوٽ ان وقت جي سهولتن ۽ دفاع ڪي خيال ۾ رکي مضبوط ٺهرايو ويو هو. ڪوٽ اٽڪل چئن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ مستطيل شڪل ۾ ٺهيل آهي. ڪوٽ جا اوير ۽ اولهه وارا پاسا، اتر ۽ ڏکڻ وارن پاسن کان ننڍا آهن.

هن ڪوٽ جي اڏاوت اوڏڪي ڪچي مٽيءَ جي آهي. اُن جون ديوارون بنيادن وٽ 20 فوٽ ويڪريون ۽ مٿي هلي 10 فوٽن تائين ايڪپري فصيل وانگر هيون. ڪوٽ جي ٻاهرين ديوار 16 فوٽ اوچي هئي. فصيل ڪي ٻاهران حفاظت لاءِ 2.6 فوٽ ٿلهي ۽ پنج فوٽ اوچي اوٽ واري ديوار ڏنل هئي. ڪوٽ جي ڀِت ويڪري هئڻ ڪري ان تي گهوڙي گاڏيون ۽ ڏاند گاڏيون ٻه هلي سگهنديون هيون. ڪوٽ ۾ ڪٿي ٻه پڪيون سريون ڪم نہ آنديون ويون آهن، ۽ نہ ئي ديوارن ۾ ڪاٺ ۽ لوهہ ڪتب آندو ويو آهي.

مقامي روايتن موجب مير شهداد خان جا پهريدار گهوڙن تي چڙهي چوڪسي ڪندا هئا. ڪوٽ جي چئن ئي ڪُنڊن تي برج ٺهيل هئا. ڪوٽ جي اتر ۽ ڏکڻ واريون ٻانهون ڊگهيون هئڻ ڪري انهن تي 16 فوٽن جي قطر جا ٻہ ٻہ برج هئا، جن جي ڀيٽ ۾ ڪنڊن وارا برج وڏا هئا. ڪوٽ ۾ داخل ٿيڻ



لاءِ ٻہ دروازا هئا. هڪ مکيہ دروازو ڏکڻ پاسي کان هو، جنهن جي ويڪر 30 فوٽ هئي. آخري دور ۾ ان دروازي تي ڪنهن لوهي در ٻہ هٽايو هو. هڪ عام دروازو ڪوٽ جي اتر- اوير ڪنڊ وٽ قائم مورچي پرسان هو. ڪوٽ اندر ٽالپرن پنهنجي رهائش لاءِ ڪافي جايون ٺهرايون هيون، جيڪي گهڻو ڪري ڪچي مٽيءَ جون هيون. ڪوٽ ۾ حفاظت لاءِ ڪوٽ جي ڪنگري هيٺيان وچ تي مارا ٻہ ٺهيل هئا. ڪوٽ جي اتر ۽ ڏکڻ پاسن کان ٽي وڏا واهہ روڻو عالي ۽ يارو واهہ وهندا هئا، جيڪي داد واهہ مان ڦٽي نڪرندا هئا ۽ داد واهہ سڪرنڊ وٽان سنڌو درياهہ مان وهي ايندو هو اهي سڀ واهہ ملڙائي جمڙائو ۽ روهڙي ڪئنالن کوٽڻ کان پوءِ ختم ٿي ويا.

ٽالپرن جي حڪومت جي خاتمي بعد مقامي هندن ڪوٽ کي سنياليو جن جو وڏو پيرو مل هو. هنن ڪوٽ اندر پنهنجي مڙدن کي ساڙڻ لاءِ مساڻ ۽ ڪوٺيون بہ ٺهرايون. هڪ ڪوٺيءَ ۾ پاڻ ويهندا هئا، ٻئي ڪمري ۾ مڙدن کي ساڙي، سندن رک دٻن ۾ محفوظ ڪري رکندا هئا. هندن هتي هڪ مندر بہ ٺهرايو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هي قلعو 1960ع ۾ ڏٺو هو. بلوچ صاحب هن ڪوٽ کي 'گنيات' جو قلعو بہ سڏيو آهي. هي ڪوٽ هن وقت مڪمل طور تباهہ ٿي چڪو آهي. البت ان جا آثار اڄ بہ موجود آهن.

**چاڪر گهٽ ۽ سدُو ڊهہ** (ماڳ): هي ماڳ تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ ڪيرٿر جبل ۾ هڪ گهٽ جي حيثيت ۾ موجود آهي. هن ماڳ جو تعلق بلوچ سردارن مير چاڪر خان ۽ مير گهرام خان جي تڪرارن ۽ جهيڙن جي



سدو ڊهہ، ڪيرٿر ۾ چٽسالي

نسبت سان ٻڌايو وڃي ٿو. هن لنگهہ وٽان مير چاڪر خان جي گذرڻ ۽ لڙائي ڪرڻ جي ڪري هن گهٽ تي نالو چاڪر گهٽ پيو ۽ سدُو هڪ عورت هئي، جنهن انهيءَ خونريز ويڙهہ دوران ٽڪريءَ تان پاڻ کي اڇلي خودڪشي ڪئي هئي، جنهنڪري هيءَ جاءِ، سدُو ڊهہ بہ سڏجڻ ۾ آئي. هي ماڳ ڳوٺ واهي پانڌيءَ کان اولهہ وارن جبلن ۾ واقع آهي.

**چاڪر لاڪارو ڪوٽيرو**: ضلعي دادو، تعلقي جوهيءَ ۾ ڳوٺ جڙيي چُٽي کان ٽي ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ پانڌي واهيءَ واري واٽ تي ٽِڳو ٽڪر تي هڪ گول ڪوٽيرو بيٺو آهي. ان جون ديوارون ٻہ 5 کان 6 فٽ موڪريون ۽ اندريون قطر 6 فٽ آهي. هتي پڻ ڪو بہ ٺڪراٺو يا ڪا ٻِگل ٽٽل قديم شيءِ ڪو نہ هئي، جنهنڪري آثار قديمہ جي ماهرن جو اندازو آهي تہ هي ماڳ تاريخ کان اڳاٽي وقت جو آهي، وڏن پٿرن جا هي ڪوٽيرا شايد ان مهل ٺهيا جڏهن اجا ٺڪر ناهڻ جو طريقو معلوم نہ ٿيو هو ۽ انسان چمڙي جا ٿانوَ استعمال ڪندا هئا. هن ماڳ کي شڪاري دور جو ماڳ چئي سگهجي ٿو.

**چاڪر واهہ** (ديهہ): ضلعي نوشهروفيروز جي تعلقي ڀريا جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چوڌري محمد اسماعيل، ڳوٺ گاڏن جو، راڄ محمد ڏهر، عبدالعزيز پنجابي، محمد يوسف راڄپر، گلاب راڄپر، جانو راڄپر، صاحب خان راڄپر، ابراهيم راڄپر، نواب الدين راڄپر، مينهون راڄپر، مراد راڄپر (خدابخش) ڳوٺ، ڪانڊيرو، علي بخش لاشاري، ڊکڻ، مير محمد پاتو ۽ الهندو راڄپر.

**چاڪر هالا**: هيءُ قديم تاريخي هنڌ آهي. 15هين صدي عيسويءَ ۾ سَن شهر، ضلعي ڄامشوري کان ٻہ ميل ۽ ٻهڻ شهر کان ڏيڍ ميل جي پنڌ تي درياهہ ڪناري ٻهڻ نالي هڪ بندر هو. نهمردي قبيلو انهيءَ پرڳڻي يعني اتر محال ڪوهستان جي چاڪر هالا جي ٽڪرين ۾ سيوهڻ پاسي آباد هو. چاڪر هالا ۾ ٻَبَرن جو قبيلو بہ آباد هو. نصرپور ٻڊاپور ۽ خاصائي شورا سترهين صديءَ ڌاري هن جي آس پاس جا مشهور شهر هوندا هئا.

هن قديم هنڌ بابت ميرڪ يوسف 'تاريخ مظهر شاهجهانيءَ' ۾ لکيو آهي تہ، مرزا شاهہ حسن ارغون سنڌ کي ڇهن سرڪارن (ڊويزنن) ۾ ورهايو هو، انهن ۾ هڪ چاڪر هالا سرڪار بہ هئي. هي سرڪار موجوده ڄام شوري ضلعي جي ٽاڪرو/ جابلو علائقن تي مشتمل هئي. ان ۾ اويس قرني، ٻڊاپور، انڙ پور ۽ عارب جو ٽاٽو شهر ۽ ماڳ شامل هئا. مغل دور ۾ بہ هيءَ سرڪار

موجود هئي. اڪبر جي دور ۾ هن سرڪار ۾ ڪُل 8 محال يا پرڳڻا هئا. سرڪار جي ڪل پيداوار 5,085,408 دام هئي. هتي شورا، سميجا، ۽ ٻير رهندا هئا، جيڪي حڪومت مخالف قبيلا شمار ڪيا ويندا هئا. جڏهن نہ پليجا، ڪوريجا، لنجار ۽ ناريجا قبيلا بہ هن سرڪار ۾ رهندڙ هئا، جن کي مغل شاهيءَ پاران ’امن پسند‘ سڏيو ويو، ڇو تہ انهن مان ڪين کو خطرو نہ هو.

**چاڪر هالا سب ڊويزن:** چاڪر هالا جا قبيلا جيڪي جبلن ۾ رهندا هئا، انهن ۾ شورا، سميجا دل، ٻير شامل هئا، جيڪي سيئي سرڪش ۽ حڪومت جا باغي هئا.

**چاڪلا:** گهر جي سجاوٽ يا پردي طور ڪتب ايندڙ هڪ ڪپڙي جو خاص قسم، جنهن کي ’تورڻ‘ پڻ چيو ويندو آهي. هيءَ پرت سان پريل رومال وانگر هڪ ڪپڙو هوندو آهي. جنهن کي ٻهراڙيءَ جي ڳوٺن ۾ دروازن يا درين تي پردي طور ٽنگيو ويندو آهي.

**چاڪليٽ:** چاڪليٽ جو اصطلاح کاڌي پيتي جي ڪيترين اهڙين شين لاءِ استعمال ٿيندو آهي، جن جا جزا (Coca) ٻجن واري وڻ مان مختلف مقدار ۾ حاصل ڪيا ويندا آهن. سڄيءَ دنيا ۾ مختلف وڻن جي ٻجن مان چاڪليٽي مٺائي، آئيس ڪريم، ڪيڪ ۽ ٻيا ڪيترائي مشروبات استعمال



ٿين ٿا. چاڪليٽ ناهڻ وارن وڻن جي سڀ کان پهرين شناخت ڏکڻ آمريڪا جي مايہ (Maya) ۽ ايزٽڪ (Aztec) تهذيب جي ماڻهن ڪئي. اهي انهن وڻن جي ٻجن کي گهٽو ڪري مشروبات طور استعمال ڪندا هئا. اڄڪلهہ چاڪليٽ سڄي دنيا ۾ Coca نالي وڻ جي ٻجن کي پيهي حاصل ڪيو وڃي ٿو هنيئر گهٽيون چاڪليٽي شيون. ان ميوي جي نڪتل ڳوري ۾ ڪيس، کنڊ ۽ ٻيون مختلف قسمن جون خوشبوئون وجهي تيار ڪيون وڃن ٿيون. ڪوڪا ٻجن مان چاڪليٽ جي جدا ڪرڻ ۽ استعمال ٿيڻ تائين ڪيترائي مرحلا طئي ڪرڻا پوندا آهن. چاڪليٽ ناهڻ لاءِ Coca جي ٻجن کي پيهڻ ڪانپوءِ ان کي ملائم شڪل ۾ تبديل ڪيو ويندو آهي. اهڙي نموني ڪاري چاڪليٽ، سفيد چاڪليٽ، سادي چاڪليٽ ۽ ملڪ چاڪليٽ کي مختلف جزن سان ترتيب ڏيئي ذائقيدار ٻڻايو ويندو آهي. چاڪليٽ سڄي دنيا ۾ شوق سان کاڌا ويندا آهن.

**چاڪو:** هيءَ ڪاري جي سامونڊي مڇي آهي، جيڪا شوق سان کاڌي وڃي ٿي. هن مڇيءَ جي ڊيگهہ ٽي انچ کن ٿئي ٿي. هيءَ اڇي رنگ ۾ چلرن سان ٿيندي آهي. هن جو تور ۾ وزن هڪ ڇٽانگ مس ٿئي ٿو.

**چاڪي:** چاڪي، تيل پيڙڻ واري کي چئبو آهي. ’ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا‘ جي ليکڪ موجب ’چاڪي‘ لفظ ’چڪي‘ مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ’پيهڻ يا پيڙڻ‘ ۽ اصطلاحي معنيٰ موجب ’تيل پيڙڻ وارو يا گهاڻي وارو‘. هي ماڻهو ڏنڌي ۽ ڪرت جي نسبت سان چاڪي سڏجن ٿا. عربستان ۾ چاڪين کي ’عصار‘ چون ٿا. لاڙ طرف بہ چاڪي ذات جا ماڻهو موجود آهن، پر اهي تيل پيڙڻ جو ڪم ڪونہ ڪن، ٿي سگهي سندن وڏا اها ڪرت ڪندا هجن، ۽ سنڌ ۾ ٻين ڪرتن وارين ذاتين وانگر هي بہ چاڪي سڏيا ويا. ’انڊين ٽرائيبس اينڊ ڪاسٽس‘ جي مصنف ايس. ايم. چنا جي لکڻ موجب ملبار ۾ بہ تيل پيڙڻ وارن کي چاڪان (Chakkan) سڏين ٿا. هي اتي گهٽ ذات وارا آهن ۽ برهمڻن جي مندرن ۾ وڃڻ جي ڪين اجازت ڪانہ آهي. تامل ناڊو واري علائقي ۾ بہ چاڪين کي چاڪان (Chakkan) ڪوٺين ٿا، جيڪي نہ رڳو تيل پيڙيندا آهن، پر تيل جو ڪاروبار بہ ڪندا آهن. تامل ٻوليءَ ۾ چاڪان معنيٰ اهو ماڻهو جيڪو تيل جو ڪم ڪري، ان لاءِ چاڪو (Chakku) لفظ بہ ڪتب آڻين. هندستان جا چاڪي ساڄي نُڪ مان شادي نہ ڪندا آهن. هي اتي شِو ۽ وشنوءَ جا پوڄاري آهن. هي ماڻهو سرنهن، ڄانيي، ڏونگهيءَ، بادامن، ترن ۽ ٻيهي مگن مان تيل پيڙي ڪڍن ٿا.

’گلوبل انسائيڪلوپيڊڪ اٿنوگرافي آف انڊين مسلم‘ جي ليکڪ عابده سميع الدين ۽ آر. خانم موجب ڪيترا چاڪي ذات جا سومرا آهن. سنڌ تي جڏهن علاؤالدين خلجيءَ حملو ڪيو ۽ دودو سومرو شهيد ٿيو تہ ڪيترا سومرا ڪڇ ڏانهن لڏي پلاڻي ويا، جيڪي هڪ اندازي موجب 2700 کن مرد ۽ عورتون هئا. هي وير ابڙي جي اڳواڻيءَ ۾ نڪتا هئا، بعد ۾ وير ابڙو بہ علاؤالدين جي فوج هٿان مارجي ويو هو. چون ٿا ان دوران ڪيترين سومرين ڪڇ ۾ پاڻ کي جيئرو پورائي ڇڏيو هو تہ جيئن سندن ست علاؤالدين جي فوجين کان بچي سگهي. ڪجهہ سومرا ذات جي مردن، لوهر ۽ گانچي (Ganchi) قبيلن وٽ وڃي پناهہ ورتي، پر انهن تي بہ علاؤالدين جي فوج هلان ڪئي ۽ پڪڙجي پيا، ۽ پُڇا تي ذات بدلائي چاڪي ٻڌايائيون. ان ڏينهن کان وٺي هي چاڪي سڏجن ٿا.

پر سنڌ ۾ هيءَ ذات ڪرت جي ڪري مشهور آهي، جيڪي بہ ماڻهو تيل پيڙڻ جو ڪم ڪن ٿا، ۽ گهاڻا هلائين ٿا، تن کي چاڪي سڏيو وڃي ٿو. ڪن هنڌن تي تيلي بہ سڏجن ٿا. گهڻو ڪري هي ڪاروبار سماٽڪيون ذاتيون ڪن ٿيون.

**چاڪي، محمد عثمان:** حاجي محمد عثمان ولد حاجي محمد سهتل چاڪي، سنڌ جو وڏو عالم ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. هن 18 صفر 1292ع مطابق 8 فيبروري 1875ع تي جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڏاڏي حاجي احمد کان ورتي، پوءِ سنڌ جي مختلف مدرسن ۾ پڙهيو. مدرسہ صديقہ شهداد ڪوٽ مان، علامہ غلام صديق ميمڻ وٽان عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم مڪمل ڪري، دستار فضيلت ٻڌائين. لنواري شريف جي بزرگن وٽان خلافت جو خرقو ڍڪيائين. حاجي صاحب سنڌي، عربي ۽ فارسي، زبانن جو وڏو عالم هو سچل سائينءَ جو پانڌيڙو هو. هن سچل سرمستؒ جي عقيدت ۾ ڪيترو ڪلام چيو آهي. سندس ڪلام ۾: ٽيهہ اکريون، مداحون، مناجاتون، مولود، مناقبا ۽ ڪافيون وغيره ملن ٿيون. هيءَ 12 شوال 1313هہ مطابق 3 جولاءِ 1918ع تي لاڙڪاڻي ۾ وفات ڪري ويو. سندس مزار لاڙڪاڻي ۾ لوهرن جي مسجد جي ويجهو آهي.

**چاڪيواڙو:** چاڪيواڙو، ڪراچيءَ ۾ لياريءَ جي پرسان هڪ ڳوٺ ۽ هاڻي پاڙو آهي. جيئن ته هتي گجراتي چاڪين جو وڏو تعداد آباد هئڻ ڪري هن تي 'چاڪيواڙو' نالو پيو. اهي چاڪي مسلمان آهن. چاڪيواڙي ۾ چاڪين کان سواءِ گجراتي مسلمان، گهانچي، ميمڻ، ڇيپا، مهاجر، پختون ۽ بلوچ رهن ٿا.

**چاڪڙي:** هيءَ هڪ قسم جي جُتي آهي، جيڪا اڳاٽي زماني ۾ پائي ويندي هئي. هيءَ جُتي ڪاٺيءَ جي تختي مان ٺهندي آهي. چاڪڙي عام



طرح گهر ۾ پائڻ لاءِ استعمال ڪئي ويندي هئي. قديم زماني ۾ پيرن جي بچاءَ لاءِ سنڌ ۽ هند ۾ فقط چاڪڙيون پاتيون وينديون هيون. موجوده وقت ۾ به هماليائي علائقن ۾ چاڪڙي پائڻ جو رواج آهي.

**چاڳلا:** چاڳلا هڪ آکهه جو نالو آهي. چاڳلا 'چاڳلو' لفظ مان جڙيو آهي. انهيءَ ڪٽنب جا ماڻهو، جن مان ڪي تيرهين صدي عيسويءَ ڌاري، اسماعيلي داعي پير صدرالدين جي تبليغ سان مسلمان ٿيا ۽ انهن کي هند ۽ سنڌ ۾ خواجا سڏيو ويو. ڊبليو آئيونوف هنن بابت لکيو آهي ته: "سنڌ، ڪڇ، گجرات ۽ پنجاب ۾ لوهاڻن، ڀاٽين، ڪترين، اروڙا توڙي ٻين هندو جاتين اسلام جي اسماعيلي فرقي کي اختيار ڪيو. انهيءَ جاتيءَ سورهين کان ارڙهين صدي عيسويءَ ۾ صنعت ۽ تجارت ۾ مکيه حصو ورتو". هينئر به جتي ۽ جن ملڪن ۾ اسماعيلي آباد آهن، انهن ملڪن جي تعمير ۽ ترقيءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪن ٿا. هن ڪٽنب سميت پوءِ چاڳلا ڪٽنب جا ڪي فرد، اثنا عشري فرقي ۾ هليا ويا. هن جاتيءَ مان پاڪستان جي قومي تراني جي ڌُن ٺاهيندڙ احمد چاڳلا، غلام حسين چاڳلا توڙي غلام علي چاڳلا، سنڌ جون مشهور شخصيتون ٿي گذريون آهن.

**چاڳلا، احمد جي.:** (ڏسو: احمد جي. چاڳلا، جلد پهريون)

**چاڳلا، غلام علي:** سنڌ جي نامور سياسي ۽ سماجي ڪارڪن غلام علي ولد غلام حسين چاڳلا جو جنم 1871ع ڌاري ڪراچيءَ جي ڪارادر واري



علائقي ۾ ٿيو سندس تعلق ڪراچيءَ جي خواجن جي وڏي شاهوڪار خاندان سان هو. هيءَ خاندان اصل آغا خاني خواجن مان هو، جنهن بعد ۾ آغاخاني فرقو ڇڏي اثناعشري فرقي ۾ شموليت اختيار ڪئي. غلام علي چاڳلا سنڌ مدرسي مان مئٽرڪ پاس ڪئي. ان کان پوءِ هن پيءُ سان گڏ ڪاروبار سنڀاليو. ان دوران ڪيس ڪراچيءَ جي 'اثناعشري خواجه جماعت' جو ڪيس صدر چونڊيو ويو. ان عهدي تي هيءُ سموري زندگي رهيو. غلام علي چاڳلا جماعت جي اصلاح، ترقيءَ ۽ ڦهلائيءَ لاءِ ڪوششون ڪندو رهيو. هن فارسي ۽ عربيءَ ۾ چڱي مهارت حاصل ڪئي ۽ مذهبي ڪتابن جو سٺو ذخيرو ڪٺو ڪيائين، جيڪي پوءِ 'نوجوان اثناعشري ڪرڪيٽ ڪلب' جي حوالي ڪيا ويا. غلام علي چاڳلا شاگردن کي اخلاقي ۽ مذهبي تعليم ڏيندو هو ۽ سعديءَ جو 'گلستان' ۽ 'بوستان' پڙهائيندو هو. ڪيس قرآن شريف جي سمجهاڻيءَ ۾ خاص مهارت حاصل هئي. هن اثناعشري خواجن لاءِ سنڌي ۽ گجراتي ٻوليءَ ۾ ماهوار رسالو 'سوڪڙي' جاري ڪيو جنهن ۾ مذهبي ۽ اخلاقي مضمون شايع ڪيائين. هيءُ سماجي ڪارڪن به هو ڪيتري ئي عرصي تائين عليگڙهه يونيورسٽيءَ کي ماهوار ڏهه هزار روپيا عطيو ڏيندو رهيو. ان کان سواءِ ڪيترن غريب شاگردن کي اسڪالرشپون ڏنائين. خواجه جماعت جي عورتن لاءِ هڪ گشتي لائبريري جاري ڪيائين. هن پنهنجي دوستن سان گڏجي ڪراچيءَ جي ڪارادر تي وڏي مسجد ٺهرائي. ترقي پسند سوچ جي ڪري هيءُ وهم پرستي، پير پرستي ۽ پيري مريديءَ جو سخت مخالف هو. اهڙن ماڻهن جي محفلن کان به پري رهندو هو. انسانن ۾ برابريءَ جو قائل هو. انهن خيالن جي ڪري هو اڪثر ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي پروگرامن ۽ ليڪچرن ۾ شريڪ ٿيندو هو. ڊاڪٽر ايني بيسنٽ جي هوم رول ليگ ۾ به هيءُ گهڻو متحرڪ رهيو. ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جي ڪري، جي. ايم. سيد، جمشيد مهتا، مرزا قليچ بيگ ۽ ٻين سان سني دوستي هئس، جيڪا آخر تائين نڀايائين.

غلام علي چاڳلا جو پيءُ مدرسي جي پهرئين ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو. اڳتي هلي غلام علي چاڳلا سنڌ مدرسي بورڊ جو گهڻي عرصي تائين ميمبر ۽ اسٽينڊنگ ڪاميٽيءَ جو چيئرمئن رهيو. غلام علي چاڳلا پنهنجي پاران هميشه غريب شاگردن جي مالي مدد ڪندو هو ۽ غريب شاگردن کي هر مهيني اسڪالرشپون به ڏيندو هو. تعليمي ترقيءَ تي سندس ڌيان هئڻ ڪري هيءُ ڪيترن ئي تعليمي ادارن جي مالي مدد به ڪندو هو. انهيءَ دور ۾ عليگڙهه يونيورسٽيءَ لاءِ به 10 هزار روپيا چندو ڏنو هئائين.

هو مسجد ۽ امام واڙن ٺهرائڻ ۾ به مالي مدد ڪندو هو. کاري در واري شيعن جي مسجد جي تعمير لاءِ به 10 هزار روپين جي عطيو ڏنو هئائين. سماجي ڪمن ۾ به دلچسپي وٺندو هو. ۽ هو ڪراچيءَ جي ڪيترن ئي ادارن جو ميمبر به رهيو. غلام حسين خالق ڏنو ٽرسٽ ۽ غلام حسين خالقڏنو هال ۽ لائبرري، جيڪي بندر روڊ تي واقع آهن، جي سار سنڀال لهندو هو. هو انهيءَ ٽرسٽ جو 45 سال سيڪريٽري رهيو. سماجي خدمتن ڪري هو ڪراچيءَ ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. سماجي، مذهبي، تعليمي ۽ ثقافتي خدمتن جي عيوض مئي 1921ع ۾ ڪراچيءَ ميونسپالٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو. غلام علي چاڳلا کي اهو اعزاز حاصل آهي ته هو ڪراچيءَ جو پهريون چونڊيل مسلمان صدر هو. 1910ع کان اڳ ميونسپالٽيءَ جا صدر حڪومت پاران نامزد ڪيل هوندا هئا. 1910ع ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ کي اهو اختيار مليو ته هو پنهنجو صدر پاڻ چونڊي.

ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو پهريون چونڊيل صدر سر چارلس ميولن هيو چونڊيل صدر هرچند راءِ وشنداس ۽ ٽيون چونڊيل صدر غلام علي چاڳلا هو. 1933ع ۾ ميونسپالٽيءَ کي ڪارپوريشن جو درجو ڏنو ويو ۽ صدر جي جاءِ تي ميئر چونڊجڻ لڳا. جمشيد مهتا ميونسپالٽيءَ جو آخري صدر هو ۽ پوءِ پهريون ميئر چونڊجڻ لڳا.

غلام علي چاڳلا پنهنجي صدارت واري مدي کان مهينو اڳ اِن عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏي هئي. چاڪاڻ جو ميونسپالٽيءَ جي هڪ ميمبر نارائڻداس بيچر مارچ 1922ع ۾ چاڳلا خلاف بي اعتماديءَ واري رٺ جمع ڪئي هئي. سيئي ميمبر چاڳلا جي حمايت ۾ هئا، پر چاڳلا صاحب چيو ته، ”جي منهنجي ڪارڪردگيءَ مان ڪجهه ميمبر مطمئن نه آهن ته پوءِ مونکي صدر جي عهدي تي رهڻ جو ڪو به حق ڪونهي.“ سياسي طور تي هن پنهنجي سياست جي شروعات ڪانگريس جي پليٽفارم تان ڪئي. 1913ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڪانگريس جي ٿيل اجلاس جي آدرياءَ ڪاميٽيءَ جو ميمبر هو.

غلام علي چاڳلا، هرچند راءِ وشنداس، غلام محمد ڀرڳڙي، سائين جي. ايم. سيد ۽ جمشيد مهتا سان گڏجي قومي تحريڪن ۾ به حصو ورتو 1916ع ۾ جڏهن مهاتما گانڌي، ڪراچيءَ آيو ته آدرياءَ ڪاميٽيءَ ۾ هيءُ به شامل هو. 1931ع ۾ جڏهن آل انڊيا ڪانگريس جو اجلاس ڪراچيءَ ۾ سردار پٽيل جي صدارت ۾ ٿيو، ته مختلف آيل وفدن جي رهائش ۽ کاڌ خوراڪ جو ذمو غلام علي چاڳلا جي حوالي هو. ان کان اڳ جڏهن 1917ع ۾ مسلم ليگ کي ڪراچيءَ ۾ بيهر منظم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ سنڌ سطح تي جيڪا مسلم ليگ جي شاخ قائم ڪئي وئي، ان جي عهديدارن ۾، صدر يوسف علي پائي، نائب صدر غلام محمد ڀرڳڙي، جنرل سيڪريٽري غلام علي چاڳلا ۽ جوائنٽ سيڪريٽري حاجي عبدالله هارون هو. لڳي ٿو ته هو مسلم ليگ جي سياست مان خوش نه هو. تنهنڪري 1931ع ۾ ڪانگريس واري ڪراچيءَ جي اجلاس ۾ هو ڪانگريس ۾ سرگرم نظر اچي ٿو.

غلام علي چاڳلا سير سفر جو به شوقين هو. هن جو تاريخي شهرن ۽ مقدس جاين ڏانهن گهڻو ڏيان هوندو هو. جنهن لاءِ هن حجاز، ايران، عراق، شام ۽ فلسطين جو دورو ڪيو. غلام علي چاڳلا اصل ۾ تصوف ڏانهن مائل هو. تنهنڪري سياست ۾ گهڻو حصو نه ورتائين. هن پنهنجو دائرو سماجي، تعليمي، ثقافتي ۽ مذهبي ڪمن تائين محدود رکيو. پئسي وارو هوندي به هو سادگيءَ جو هڪ مثال هو. سادي زندگي گذاريندو هو. ڪپڙن کان وٺي ڪاڌي پيتي جي شين تائين سادگيءَ جو قائل هو. هو درويشن ۽ فقيرن جي صحبت ۾ بي چيني محسوس ڪندو هو ته، جهوڪ شريف، شاهه عنايت شهيد جي درگاهه تي سڪون لاءِ ويندو هو. پر جڏهن هتي ڏاڪن، ڦيڻن ۽ ٻين رسمن کي ڏسندو هو ته، واپس موٽي ايندو هو. انهن شين جو هو سخت مخالف هو.

هن جو ننڍو ڀاءُ رحمت الله غلام حسين چاڳلا به سماجي ۽ ثقافتي پروگرامن ۾ حصو وٺندو هو ۽ هيءُ ڪراچي ڪلب جي شروعاتي ميمبرن مان هڪ هو. سيلاني ماڻهو هو. دنيا جا اڪثر ملڪ سندس ڏٺل هئا. هن يورپ جا 15 کان مٿي دورا ڪيا. رحمت الله چاڳلا ڪراچي اليڪٽرڪ لميٽيڊ جو ڊائريڪٽر به رهيو.

فقه جو ڄاڻو عالم، علم دوست، سخي، اديب، صحافي ۽ سماج سڌارڪ غلام علي چاڳلا، 26 جون 1950ع ۾ وفات ڪري ويو. پوئتي چار پٽ ۽ چار نياڻيون ڇڏيائين. پٽن ۾ احمد، عبدالرحيم، حسين ۽ علي محمد شامل هئا.

هن آل انڊيا ڪانگريس جي 1913ع واري اجلاس ۾ حصو ورتو ۽ ان جي مرحبا ڪميٽيءَ جو مکيه ميمبر ٿيو جڏهن 1918ع ڌاري سنڌ ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي شاخ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ جي زير صدارت قائم ٿي ته هيءُ ان جو سيڪريٽري منتخب ٿيو پر جلد ئي ان تان استعيفا ڏئي ڇڏيائين.

هيءُ وڏو عالم ۽ علم دوست بزرگ هو. هن 26 جون 1950ع تي وفات ڪئي.

**چاڳلي (مائي چاڳلي):** هيءَ پنهنجي وقت جي سجاڻ ۽ بهادر عورت ٿي گذري آهي. مائي چاڳلي ڪوهستان جي رهواسڻ هئي. لسٻيلي جي حڪمران ڀاڄڙ خان سان سندس شادي ٿي. ڀاڄڙ خان جي وفات بعد پڳ سندس پٽ عزت خان کي ٻڌائي وئي، جيڪو ان وقت صغير هو جنهنڪري لسٻيلي رياست جي حڪومت مائي چاڳليءَ جي هٿ ۾ آئي. مائي چاڳليءَ حڪومت نهايت دانائيءَ سان هلائي. پورالي نديءَ جي پاڻيءَ جو انتظام ڪري زراعت ۽ آباديءَ کي وڌايائين. اهڙي سهڻي انتظام ۽ نظام سبب سندس علائقي ۾ خوشحالي آئي ۽ خزاني ۾ ڪافي اضافو ٿيو. مائي چاڳلي خودمختيار ٿي حڪومت هلائڻ لڳي، جنهنڪري مثال مشهور ٿيو ته: ”پورالي اڪس پار، تڏهن چاڳلي ٿي چاڳ ڪري.“ مائي چاڳليءَ جي خودمختيار حڪومت سبب ڪن پاڙيسري سردارن کي حسد ٿيڻ لڳو ۽ ڪاوڙ وچان چوڻ لڳا ته، ”ڏاڙهي ڪانهي ڏيهه ۾، تڏهن چاڳلي ٿي چاڳ ڪري“. مائي چاڳليءَ جي حڪومت جو ڪاروبار اڪثر رونجهن جي معرفت هلندڙ هو. ان وقت ’ڪنراڄ‘ علائقي ۾ جاموٽ قبيلي جي سردار جام عالي ڪٽوريي جي سرداري هئي. سندس ڀاءُ جام ڏِگهار کي رونجهن، ٻيلي جي ويجهو ’ٽانگ ڊيهه‘ وٽ نماز پڙهندي شهيد ڪري ڇڏيو. انهيءَ خون جي بدلي ۾ جام عاليءَ، چاڳلي مائيءَ کي ٻيلي مان بي دخل ڪري، حڪومت جي واڳ سنڀالڻ جو ارادو ڪيو. جام عاليءَ ۽ ٻين جاموٽن ڏنو ته قلات جو حاڪم مير محبت خان به ملڪ چاڳليءَ کان ناراض آهي. سو وفد ڪري محبت خان وٽ پهتا ۽ دانهن ڏنائونس. مير محبت خان کانئن پڇيو ته ”ٻيلي جي حڪومت ڪيئن وٺجي؟“ جاموٽن چيو ته اوهان مهرباني ڪري ’وَڏ‘ اچو ته اسان چاڳليءَ کي بيخبريءَ ۾ شهر کان ٻاهر ڪڍي ’لسٻيلو‘ اوهان جي حوالي ڪريون. آخرڪار مير محبت خان صلاح ڪري آخوند محمد حيات کي لشڪر ڏئي روانو ڪيو. جنهن سان گڏجي جام عاليءَ پنهنجي جاموٽن جي لشڪر سميت ٻارڻ جبل ٽپي، لسٻيلي جي حد ۾ داخل ٿيو ۽ صبح ساڻ اوچتو لسٻيلي جي شهر تي حملو ڪيو. سندس اوچتي حملي سبب مائي چاڳليءَ جي هار ٿي ۽ جام عالي، لسٻيلي کي فتح ڪري، مائي چاڳليءَ کي شهر مان نيڪالي ڏئي ڪڍيو. ان بعد آخوند محمد حيات اچي چانوٽي ناهي. اهو سال 1155هه/ 1742ع هو. مائي چاڳلي هارائجڻ بعد پنهنجي صغير پٽ عزت خان کي ساڻ ڪري ڪوهستان ڏانهن رواني ٿي ۽

باقي حياتيءَ جا ڏينهن گوشي نشينيءَ ۾ گذاريائين. چاڳلي مائيءَ 1214هه/ 1799ع ڌاري وفات ڪئي. سندس قبر گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ڪوٽڙيءَ پرسان ڄامن/ مَلڪن جي قبرستان ۾ آهي.

**چال** (مينهن جو قسم): هيءَ مينهن جو هڪ اعليٰ قسم آهي. هن قسم جون مينهون کير توڙي مکڻ جي لحاظ سان پليون ٿينديون آهن. هنن جي مٿي تي اڇي ٽِڪي جو نشان ٿيندو آهي ۽ پيرن جي کرن ۽ ٽنگن تي به اڇا نشان ٿين ٿا. چال مينهن جسامت، اوهه ۽ هلت ۾ پري کان پاڻ ڏسائيندي آهي. سنڌ اندر هن قسم جي مينهن کي شوقين ذوق وچان ڌارين ٿا. چال مينهون موجوده وقت به لاڙ واري پاسي جا ماڻهو وڏي شوق سان پالين ٿا. هن نسل جي مينهن پاڻيءَ ۾ مُنهن هڻي، پاڻيءَ ۾ ٻُڏل گاهه پَٽي کائيندي آهي. سنڌ اندر مينهن جو هيءُ نسل پلين مينهن جي نسل طور تصور ڪيو وڃي ٿو. ٻڙين ۾ به هن مينهن جو وڏو اگهه هوندو آهي.



**چالان** (Challan): اهڙو سرڪاري خط، جيڪو پوليس پاران نئين گرفتار ڪيل ملزم سان گڏ ڪورٽ ۾ پيش ڪيو وڃي، ان کي چالان چون ٿا. هيءُ هڪ قسم جو قانوني اصطلاح آهي. ڪو ماڻهو قانون کان مٿانهون ٿي ڪنهن به قسم جو جرم يا اهڙو ڏوهه ڪندو آهي ته قانون نافذ ڪندڙ ادارا ڪيس گرفتار ڪري پڇا ڳاڇا بعد رپورٽ ٺاهي عدالت ڏانهن موڪليندا آهن. ان رپورٽ کي چالان چئبو آهي. ان ڪانپوءِ عدالت شاهدين جي بنياد تي ڏوهاريءَ کي سزا ڏيڻ يا آزاد ڪرڻ جو فيصلو ڪندي آهي. پوليس آئين جي شق نمبر 161 جي ضابطي هيٺ فوجداري ۽ چالان مڪمل ڪري عدالت کي موڪليندي آهي.

- ان ڪانسواءِ مختلف سرڪاري ادارن جون واجبات ۽ فيس جي مَد ۾ بئنڪ طرفان مقرر ننڍڙي فارم تي ڀريل رقم کي به چالان سڏيو وڃي ٿو.

**چالايا**: هيءَ ڳاڙهي رنگ جي هڪ ڳنڍيدار پاڙ ٿيندي آهي، جيڪا پسارڪي وکر طور ڪتب آندي وڃي ٿي. حڪيمن موجب هيءَ مٽي جي سور، تري، مرگهي، ڪنگهه، پراڻن تپن، گرڙدي جي سور، پلن ۽ سنڌن، چيلهه، جلندر، سائي ۽ مثاني جي بيمارين جي لاءِ مفيد آهي ۽ پيشاب جاري ڪري ٿي.

**چالڪا** (ذات): هي سنڌي سماٽن جي هڪ ذات آهي. هن ذات وارا اڪثر ضلعي ٺٽي جي تعلقي جاتيءَ جي چالڪي ديهه ۾ آباد آهن. جن جي گذرسفر جو ذريعو ماهيگيري (مڇي مارڻ) آهي. هي پنهنجي فن ۽ ڏنڌي جا وڏا ڄاڻو ۽ چالاڪ آهن. ان ڪري چالڪا سڏجن ٿا. هن وقت هن ذات وارن جا تمام گهٽ ڳوٺ بچيا آهن. جڏهن ته هنن مان پڙهيل نوجوان پنهنجي قبيلي جي ترقيءَ ۽ بهبود لاءِ ڪوششون وٺي رهيا آهن.

**چالڪو** (ديهه): تعلقي جاتي، ضلعي ٺٽي جي روينيو رڪارڊ ۾ چالڪو ديهه موجود آهي. لفظ 'چالڪو' چالڪا ذات سان منسوب ٿي سگهي ٿو.

**چالو** (ديهه): ضلعي دادو جي تعلقي ميهڙ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

يوسف سوڍر، صحبت چانديو، ڪپڙ شيخ، پنهور ڳوٺ، پتوجا، بروهي ڳوٺ، امام بخش ڳوٺ، ڏاتو لوڏي جو ڳوٺ، نورنگ، پنهون رند، ڪلر ۽ حاجي حيات ٻگهيو.

**چالوڪ**: چالوڪ راجا پرسيو عرف اگن پال جي ڇٺن پُٽن مان هڪ هو جيڪو به اڳتي هلي راجا ٿيو جنهن جي اولاد چالوڪيه سڏرايو. راجا چالوڪ ابتدا ۾ اباڻي عقيدي موجب باهه جي پوڄا ڪندو هو پر آخري عمر ۾ شِوَ جو پيروڪار ٿيو. لوَ ڪوٽ (موجوده لاهور) سندس راڄڌاني هئي، جتي هن شِوَ جو مندر ٺهرايو ۽ شِوَ جي پوڄا شروع ڪرائي، ۽ چالوڪيه سڏجڻ ۾ آيا ۽ جن شِوَ جي لِنگ کي اوتار سمجهي پوڄا شروع ڪئي، سي شولنگي سڏيا ويا، جيڪو لفظ اڳتي هلي سنڌي اُچار موجب سولنگي ٿي ويو. ان ڪري هي خاندان چالوڪيه يا شولنڪي/ شولنگي سڏيو ويو. ٻين راجپوتن نسلن وانگر سندن ذڪر به 'آئين اڪبري' ۾ موجود آهي. سندن شجرو هن ريت آهي: چالوڪ پٽ سرم پٽ پبونت پٽ مدجڙ پٽ پاگ پٽ پورت پٽ واسو پٽ پرت پٽ ڪامراج پٽ راجوڪا پٽ ڪار پٽ توگر پٽ برهمڪو پٽ سورائچي پٽ ڪلاچ پٽ بلراج پٽ ڏنراج پٽ پوچپال پٽ اگل پال پٽ الميچ پال پٽ وڙاڊوسين پٽ لنگ سين پٽ نانڪ سين پٽ هري سنگهه پٽ آهونسي دي پٽ ماڏو جي پٽ پيردت پٽ جگديو پٽ بندوديو پٽ راجندرپال ۽ گوبندراج پٽ هنسراج پٽ مولراج پٽ ڦلراج پٽ بڪرم راج.

آئين اڪبريءَ ۾ جيڪي نالا ڏنا ويا آهن، تن مان ڪجهه هن شجري ۾ موجود آهن. ڇٽيهه شاهي خاندانن مان هڪ چالوڪ آهي. سولنگي/ شولنگي قبيلي جو ابتدائي مسڪن لاهور هو. سندن ٻه وڏيون شاخون لنگاهه ۽ توگرا مشهور آهن. هن قبيلي جي هڪ عرصي تائين ملتان ۽ ان آسپاس وارن علائقن تي حڪومت هئي. چالوڪ قبيلي جو لاهور تي قبضي ۽ حڪومت بابت مسٽر سيول پنهنجي جڳ مشهور ڪتاب 'Forgotten Empire' ۾ ذڪر ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح هن قبيلي جي مالابار ۽ بمبئيءَ تي حڪومت بابت مشهور تاريخدان شري نارائڻ رائو پنهنجي ڪتاب 'Never To Be Forgotten Empire' ۾ ذڪر ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح ڪتاب مالابار جي مصنف هن قبيلي جي عروج جو ذڪر تفصيل سان ڪيو آهي. انهن ڪتابن ۾ انهلواڙا، راڄڌاني ڪلياڻ، راڄڌاني ملتان، خاندان چوراسي ۽ راڄڌاني جيسلمير جو ذڪر آهي. انهن هنڌن تي هن قبيلي جي حڪومت رهي. راجا چالڪ راڄڌاني لاهور جو حاڪم هو. راجا پاڳ گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ الهه آباد جو راجا هو جڏهن ته توگر قبيلو پنجند جي خطي جو حاڪم هو. خاندان لانگاهه ملتان جي راڄڌانيءَ جو مالڪ هو. خاندان ڪلاچ مالابار تي حڪومت ڪندو هو. هن قبيلي جون اڪثر جنگيون ڀٽي راجپوتن سان ٿينديون رهيون. جيسلمير مان ڪين ڀٽي قبيلي ئي ڀڄائي ڪڍيو هو. هن قبيلي جو آخري راجا مولراج هو جنهن ڪانپوءِ مسلمان حملي آورن سندن طاقت کي منتشر ڪري ڇڏيو. هن قبيلي جون سورهن شاخون آهن.

**چاليهہ حديثون**[1] **(ڪتاب)**: رسول پاڪ جي اهم 40 حديثن ۽ انهن جي سمجهاڻين تي مشتمل هي ڪتاب غلام محمد شاهوانيءَ جو ترتيب ڏنل آهي. ڪرائون سائيز ۾ 53 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت ٻہ آنا آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو، سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي، مسلم ادبي پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان سال 1940ع ۾ ڇپيو.

**چاليهہ حديثون**[2] **(ڪتاب)**: هي ڪتاب اصل ۾ مولانا محمد اسماعيل عوديؒ جو ترتيب ڏنل آهي، جيڪو پهريان 1960ع جي ڍاڪي ۾ ليٿو تي ڇپجي پڌرو ٿيو هو. ان کي حاشين سان مولانا حڪيم شفيع محمد سميجي نئين سر ترتيب ڏنو آهي ۽ جون 2009ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. ڪتاب جي شروع ۾ مولانا محمد اسماعيل عوديؒ جي سوانح حيات ۽ علمي خدمتن تي پروفيسر عبدالوحيد موريائيءَ جو لکيل مضمون ڏنو ويو آهي. ان ڪان پوءِ ننڍا ننڍا عنوان ڏئي، نبي سڳوري صلي الله عليہ وسلم جون حديثون ڏنيون ويون آهن. هر عنوان ڪان پوءِ حديث جو عربي متن، ترجمي ۽ تشريح سان ڏنو ويو آهي. آفيسٽ پيپر جي رنگين ٽائيٽل سان 70 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 16 روپيا ڄاڻايل آهي.




**چاليهو**: فوتيءَ جي چاليهن ڏينهن تي فاتح يا خيرات جي رسم کي سنڌيءَ ۾ 'چاليهو' چئبو آهي. چاليهي کي مذهبي ڏريون 'چهلم' بہ سڏين ٿيون. خاص ڪري ڪربلا جي واقعي ۾ حضرت امام حسين عليہ السلام جي شهادت ڪان پوءِ 20 صفر تي هر سال، سنڌ توڙي دنيا جي مختلف ملڪن ۾ ماتم ۽ 'چهلم' جون مجلسون منعقد ڪيون وينديون آهن.

آڳاٽي وقت ڪان وٺي هيءَ رسم، خاص ڪري مسلمانن ۾ فوت ٿي ويل شخص جي ايصال ثواب لاءِ منعقد ڪئي ويندي آهي. ٽيجهي ڪان پوءِ ستين يا يارهين ڏينهن تي ڏڌو يا پٽر ڪٽندا آهن. فوتيءَ کي ان ڏينهن تي ختمو ڏياريو ويندو آهي. ڪي ماڻهو ايڪيهين تي بہ ختمو ڏياريندا آهن. جڏهن تہ ڪي چاليهي تي ختمو ڏياريندا آهن. چاليهي تي باقاعدي خيرات جي ماني ٿيندي آهي. جيڪا راڄ جي ماڻهن ۽ واسطيدارن کي کارائي ويندي آهي. چاليهي جي ماني پهرين مردن کي ۽ پوءِ زالن کي کارائبي آهي. اها ماني عزيزن، شريڪن ۽ پاڙي وارن جي گهر بہ موڪلي ويندي آهي. اڪثر مري ويل شخص جي پيءُ جي پڳ چاليهي جي موقعي تي سندس وڏي پٽ کي ٻڌرائي ويندي آهي. ڪجهہ مسلڪن وارا چاليهي جي رسم کي بدعت بہ قرار ڏيندا آهن.

اهل تشيع سان واسطو رکندڙ 20 صفر تي چاليهي/ چهلم جي ڏينهن امام بارگاهن ۾ مجلسون ڪرائي، ماتمي جلوس ڪندا آهن. عصر جي نماز وقت ڪٿي ڪٿي زنجيرن جو ماتم ڪيو ويندو آهي. ان موقعي تي نذر نياز بہ ٿيندو آهي. مسلمانن ۾ ٻين فرقن وارا، خاص ڪري سني مسلڪ سان واسطو رکندڙ ڪربلا جي شهيدن کي ايصال ثواب خاطر ننگر نياز ڪندا ۽ ذڪر خير لاءِ جلسا منعقد ڪندا آهن.

سنڌ ۾ لال جو چاليهو بہ مشهور آهي، جيڪو اُڏيري لال جي ياد ۾ ٿيندو آهي. آڪاڙ مهيني ۾ جڏهن سج ڪَرڪ سنڪرانتيءَ (هندن جي جنتريءَ موجب هڪ راس جو نالو) ۾ ايندو آهي، اُن ڏينهن کان وٺي لال جو چاليهو شروع ٿيندو آهي. چاليهو سخت گرمين جي چاليهن ڏينهن تي مشتمل هوندو آهي. چوڻي مشهور آهي تہ:

'چاليهي ۾ ڪانءَ جي اک پئي نڪري.'

آڳاٽي وقت ۾ آڪاڙ جي 20 تاريخ کان چاليهو ڏانئبو هو. جيڪو ٻن هڏڙين تي پورو ٿيندو هو اهي چاليهہ ڏينهن شڪارپور ۾ سنڌ واهہ تي ميلو متل هوندو هو. چاليهي جي آخري ڏينهن ۾ اُڏيري لال جي شهر مان ڏام ڏوم سان ٻهراڻا ڪڍي درياهہ شاهہ تي وڏي جلوس ۾ ويجبو هو. اُڏيري لعل جا جاتي ڇيڄ جو ناچ ڪندا، دهلارين ۽ شرنائين جي سُر ۽ تال تي پنهنجي ساڄي ۽ کاٻي پاسي واري همراهہ جي ڏوڪلن سان ٺڪاءَ ڪندا هلندا هئا. جيئن جيئن تال تيز ٿيندو ويندو هو، تيئن تيئن ڇيڄاري بہ جوش ۽ جنبش ۾ ٻرجي ٻن ٺڪاون جي وچ ۾ لوڏ سان ڦيري پائيندا هئا. ڪڏهن اوڪڙ ويهي بہ ڏوڪلا وڄائيندا هئا ۽ ناچ جون جدا جدا ادائون ڏيکاريندا هئا. ان ڇيڄ ۾ چار يا چاليهہ ماڻهو بہ ناچ ڪندا هئا. ان سموري رسم واري موقعي کي 'چاليهو' چيو ويندو هو.

سنڌ توڙي هند ۾ سنڌي هندو اُڏيري لعل/ جهولي لعل جو چاليهو ڌوم ڌام سان ملهائيندا آهن. رگو دهلي (ڀارت) شهر ۾ اُڏيري لعل جا چاليهہ کن مندر آهن، جن ۾ چاليهو وڏي عقيدت سان ملهائبو آهي. چاليهن مندرن تان ٻهراڻا ڪڍي 'اشوڪ وهار' ۾ جهولي لعل جي مندر تي 'چاليهو' وڏي مان شان سان ڪيو ويندو آهي. لطيف سائينءَ بہ 'چاليهي' کي بيان ڪيو آهي:

'تهڙا چاليها نہ چاليهہ، جهڙو پسڻ پرينءَ جو.'

**چامارو (ديهہ)**: تعلقي سانگهڙ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سانوڻ خان سرائي، دلبر نظاماڻي، مجنون خاصخيلي، سوڍو خاصخيلي، عبدالسلام خاصخيلي ۽ ونگو خاصخيلي.

**چامنٽو**: چامني کي 'اڌ لڪي' بہ چئبو آهي. هيءُ انچ کن چم جو ويڪرو پٽو ٿيندو آهي، جيڪو پاڪيءَ کي چيرڻ لاءِ حجم پنهنجي دڪان تي رکندا آهن. ڪنهن وقت ۾ چامنٽو حجم ۽ دڪان جي سونهن ليکيو ويندو هو. حجم استعمال هيٺ ايندڙ پاڪيءَ جي ڌار کي چامني (چمڙي) تي گهي تکو ڪندو هو. هاڻي جديد بليڊن ۽ ريزرن جي اچڻ ڪان پوءِ چامني جو استعمال ذري گهٽ ختم ٿي ويو آهي. اڄڪلهہ ڌار وارين پاڪين جو استعمال ان ڪري بہ نٽ ٿئي جو ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي تہ هڪ ئي پاڪي مختلف ماڻهن تي استعمال ٿيڻ سان مختلف وائرس ۽ بيماريون ڦهلجن ٿيون. موجوده وقت ۾ حجمن جي دڪانن تي عام بليڊ واريون پاڪيون استعمال ٿين ٿيون. ان ڪري چامنٽو هڪ گم ٿيندڙ لفظ آهي.

**چامرو**: تعلقي شهدادپور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خليفو دوست محمد ڏاهري، امام الدين ڏاهري، عبدالقادر سنجواڻي، اميد علي ڏاهري، محمد عمر انڙ، عمر ڏاهري، مانڌل ڏاهري، حاجي عبدالحميد، حاجي علي محمد سهتو، غلام مصطفيٰ بروهي، ڪامل عمراڻي، بهادر ڏاهري، ڊاڪٽر محمد انور، شهباز خان سنجراڻي، محمد پريل لاشاري ۽ شيردل منگي.

**چاناري**: تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪيترائي ڳوٺ آباد آهن. هن علائقي ۾ ڪوهن تي نار چاڙهي، ماڻهو زمين آباد ڪندا هئا. مقامي ماڻهو ڪوهه کي چاه چوندا آهن. جنهنڪري چاهناري معنيٰ ڪوهن تي ٻَڌَل نار. هي سلسلو ٻئراجن جي وهڻ کان اڳ ۾ جاري هو. هونئن به سنڌ ۾ ٻناري، ٽناري نالا گهڻا آهن. ان لحاظ کان ڪي چون ٿا چارناري لفظ ڦري چاناري ٿيو آهي.

**چاند بيبي**: (1544- 1599ع): حسين نظام، احمد نگر (دکن) جي بادشاهه جي ڌيءُ هئي. رائج علم حاصل ڪرڻ سان گڏ فوجي سکيا به ورتائين. سندس شادي بيجاپور جي حاڪم علي عادل شاهه مردان سان ٿي. پرده نشين



هوندي به ميدان جنگ ۾ اڪثر بهادر مردن کي مات ڏيندي هئي. چاند بيبيءَ کي مغل فوجن جي مقابلي ۾ زبردست ڪاميابيون حاصل ٿيون. ان ڪري بيجاپور ۽ احمد نگر جي ماڻهن ۾ به همت پيدا ٿي. اڪبر اعظم احمد نگر جي فتح لاءِ شهزادي مراد کي مقرر ڪيو. ليڪن هن شير دل عورت 1595ع ۾ مراد کي پچڻ تي مجبور ڪيو. ٻئي سال گوداوري نهر جي ڪناري تي شهزادي دانيال سان زبردست مقابلو ڪيائين. آخرڪار 1599ع ۾ اڪبراعظم پاڻ مقابلي لاءِ آيو. احمد نگر جي قلعي دار حميد خان جي سازش ۽ غداريءَ جي ڪري، سپاهين هن بهادر عورت کي محلات ۾ داخل ٿي قتل ڪيو. ان طرح 1600ع ۾ اڪبر جو احمد نگر تي قبضو ٿي ويو. اها هڪ حقيقت آهي ته جيسين تائين چاند بيبي زنده هئي، اڪبر جو ڪوبه فوجي قلعي ۾ داخل نه ٿي سگهيو، ڇو ته هن بهادر عورت کان هندستان جا اڪثر بادشاهه ۽ حاڪم ڏڄندا هئا.

**چاندو فقير**: نامور بزرگ چاندو فقير ولد گجو فقير مگريو، سترهين عيسويءَ جي آخر ڌاري جيسلمير ۾ ڄائو. سندس والد به وڏو بزرگ ۽ عالم هو. چاندو فقير ڪا به ظاهري طرح ڪا تعليم حاصل نه ڪئي، پر والد جي تربيت هيٺ رهي عالم بڻيو. ننڍپڻ کان ئي پرهيزگار ۽ عبادت گذار هو. اڪيلائيءَ ۾ رياضتون ڪندو. هميشه ماڻهن کي الله جي رستي تي هلڻ جي تلقين ڪندو هو. ماڻهو تڪليفن وقت وٽس ايندا هئا ته سندن مدد ڪندو هو. هن لاءِ مشهور آهي ته: هڪ دفعي پاڙي جي هڪ هندو بيوهه عورت جون ڍڳيون پاٽي ڌاڙيلن جو ٽولو ڪاهي ويو. مائي مدد لاءِ ڪيترن اثر رسوخ وارن ماڻهن وٽ وئي، پر پاٽي ڌاڙيلن جو ٻُڌي ڏِڄي ويا ۽ ڪنهن به سندس مدد نه ڪئي. مائي جڏهن چاندو فقير وٽ پهتي، ته هو پنهنجي چاچي هِندال، سئوٽ علي ۽ هڪ مگڻهار فقير سان گڏ اُٺن تي سوار ٿي منهڙي جي ميدان وٽ پاٽين جي ٽولي سان مدمقابل ٿيو. چاندي فقير ڍڳيون ته آزاد ڪرايون، پر خود ساٿين سميت وڙهندي شهيد ٿي ويو ۽ ڪيترا ڌاڙيل به مارجي ويا. ڪيس شهادت واري جاءِ منهڙي ۾ دفنايو ويو. ڇو ته هن حياتيءَ ۾ وصيت ڪئي هئي ته آئون جتي به مران ته مون کي اتي ئي دفنايو وڃي."

چاندو فقير جا پوٽا چاندائي سڏجن ٿا. جيڪي هندستان جي ٻاڙمير ۽ جيسلمير علائقي ۽ سنڌ ۾ عمرڪوٽ، ميرپورخاص، ٿرپارڪر، سانگهڙ، خيرپور ۽ گهوٽڪي ضلعن ۾ آباد آهن.

**چاندي** (Silver): سفيدي مائل چمڪيدار ڌاتوئي عنصر، جيڪو گرمي ۽ بجليءَ جو بهتر پسرائيندڙ ليکو وڃي ٿو. ان جي علامت Ag، ايٽمي نمبر 47، پگهرڻ پد 962°C ۽ ائٽمي وزن 107.868 آهي. چاندي، لوهه کان نرم، پر سون کان سخت آهي. قديم وقت کان وٺي چانديءَ کي زيورن يا سڪن جي صورت ۾ استعمال ڪيو پيو وڃي. هڪ اندازي موجب 2500 ق. م کان به اڳ چانديءَ جي کاڻن تي ڪم ٿيندو رهيو آهي.

چانديءَ تي سلفائيڊ ۽ سلفر اثرانداز ٿي ڪيس وڌيڪ چمڪ بخشين ٿا.

چانديءَ ملهه ڪٽڻجي ڪم به ايندي رهي آهي، سنڌ ۾ ان کي رُپو به چئبو آهي ۽ ان ڪري ئي رُپئي تي اهو نالو پيو. چانديءَ مان عورتن جي پيرن، ڳچيءَ ۽ ڪنن جا مختلف زيور ٺهندا آهن، جن ۾ ڪڙيون، ساٽيون، ڪنمال، نيوَر، پنڙا، پازيب، ڇير وغيره شامل آهن.

چانديءَ کي حڪمت ۾ به استعمال ڪيو ويو آهي، ان جو مخصوص مقدار/ مرڪب مختلف طريقن سان بيمارن جي علاج لاءِ طبيب ڪتب آڻين ٿا.



چاندي ۽ ان مان ٺهيل ڪنگڻ

هن مشهور ڌاتوءَ کي کاڻين مان ڪوٽي ڪڍيو ويندو آهي. حڪيمن موجب هيءُ ڌاتو ڪيترين بيمارين: ماليخوليا، خفقان، سوداوي بيمارين، ڪنگهه، دمڪشي، جلندر، ٻرهل، پيشاب جي ساڙي، بواسير جي رت جي گهٽائي گردن ۽ مثاني لاءِ فائديمند آهي. هن ڌاتوءَ مان حڪيم مختلف طريقن سان ڪي دوائون/ ڪُشتا ٺاهي مختلف بيمارين جو علاج ڪن ٿا.

**چانديءَ جون تارون** (ڪتاب): سنڌ جي مشهور، مقبول ۽ منفرد ڪهاڻيڪار




خاتون ماهتاب محبوب جي چونڊ ۽ شاهڪار ڪهاڻين جو پهريون مجموعو 'چانديءَ جون تارون'، سنڌو اشاعت گهر، ڪراچيءَ، 30 مئي 1970ع تي ڇپائي پڌرو ڪيو. ماهتاب محبوب، ڪتاب جو انتساب، پنهنجي پيڻ آفتاب عباسيءَ جي نالي هنن لفظن ۾ ڪيو آهي: "پنهنجي پياري پيڻ آفتاب عباسيءَ جي نالي، جيڪا جدائيءَ جو داغ ڏيئي، اندر ۾ جهير وجهي ۽ گوندر منجهه گڏي هلي وئي، جنهن کي مرحوم لکڻ جي سگهه نه ٿي ساري سگهان."

هن ڪتاب ۾ ماهتاب محبوب جون سورهن ڪهاڻيون: عرش جون بلنديون، خيران، بليٽن، مان ئي وار وجود تي، روئي ڏنو رات، نڪ، ناسور، ڪارو نانگ، چانديءَ جون تارون، منزل، پوري وچ، شڪي، واريءَ سندو ڪوٽ، سوڊا واٽر، پيلي قميص ۽ نيري شال شامل آهن.

ڪتاب جي ناشر تاج بلوچ دعويٰ ڪئي آهي ته پاڪستان ۽ سنڌ جي تاريخ ۾، هي پهريون پيرو آهي، جو ڪنهن جديد سنڌي ڪهاڻيڪار خاتون جي تخليقي ڪارنامي کي، ڪتابي صورت ۾ پيش ڪيو پيو وڃي ... ماهتاب محبوب جون هي ڪهاڻيون موضوع، ٽيڪنيڪ ۽ ٽريٽمينٽ جي لحاظ کان هڪ نئون ۽ انوکو تاثر رکن ٿيون. ڪهاڻين جي ڪردار نگاري بي مثال آهي. سندس ڪهاڻيون انساني معاشري جون عڪاس هئڻ سان گڏ جديد ڪهاڻيءَ جي جملي قدرن ۽ رجحانن جي تڪميل جي مڪمل صورت به آهن. ڪرائون سائيز جي 220 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي سادي ڪاغذ ۽ خوبصورت جلد جي قيمت ٽي روپيا ۽ اوچي ڪاغذ ۽ پڪي جلد جي قيمت ڇهه روپيا آهي.

**چانديءَ جون تارون - پرهه کان پهرين** (ڪتاب): هي نامياري ڪهاڻيڪار خاتون ماهتاب محبوب جي ٻن ڪهاڻي ڪتابن جو گڏيل مجموعو آهي، جنهن جو مهاڳ ماهتاب محبوب جي ناٺي ۽ نوجوان شاعر حسن درس لکيو آهي. هن ٻئي ڪتاب ۾ ماهتاب محبوب جون ڪل 34 ڪهاڻيون ڏنل آهن، جن ۾ سندس شاهڪار ڪهاڻيون: 'جيئڻ ڪارڻ جيڏيون'، 'نڪ'، 'شڪي'، 'چانديءَ جون تارون'، ۽ 'منزل' وغيره شامل آهن. 249 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1993ع ۾، نيو فيلڊس پبليڪيشن ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. ڪتاب جي قيمت پڪي جلد سان 110 روپيا آهي.




**چانڊاڻ** (ديهه): ضلعي جيڪب آباد جي تعلقي ٺُل جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چانڊاڻ، ملهار ٻرڙو، عبدالرحمان ٻرڙو، هزار خان ٻرڙو، حاجي مزار ٻرڙو، سينهون ٻرڙو، لعل خان ٻرڙو، پنيل ٻرڙو، محمد حيات ٻرڙو، مانجهي خان ٻرڙو، سعدالله، عبدالرحيم، ديگي خان بنگلاڻي.

**چانڊڪا اِميچوئرس ڊرامئٽڪ سوسائٽي، لاڙڪاڻو**: هي ڊرئميٽڪ سوسائٽي 1907ع ۾ قائم ٿي، جنهن جو روح روان ڪشنچند بيوس هو. هيءَ ناٽڪ منڊلي، لوڪ پسند ناٽڪ، لاڙڪاڻي ۾ اسٽيج ڪرڻ کان پوءِ جيڪب آباد، شڪارپور، سکر، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ به وقت به وقت ڏيکاريندي هئي، جنهنڪري هن ناٽڪ منڊليءَ غير معمولي شهرت حاصل ڪري ورتي. هن منڊليءَ جو مکيه ناٽڪ نويس ۽ هدايتڪار ڪشنچند بيوس هو. جنهن جا مقبول ناٽڪ: (1) 'خوبصورت بلا'، (2) 'بلوا منگل'، (3) 'راجا هرشچندر'، (4) 'منوهر نانگڻ'، (5) 'دروپدي'، (6) 'پرت پوڄارڻ' ۽ (7) 'هارجيت' تمام گهڻي ڪاميابيءَ سان پيش ٿيا. آخر ۾ هن منڊليءَ 'شڪ و شڪار' نالي ڊرامو اسٽيج ڪيو، جنهن ۾ ڪشنچند بيوس رامائڻ جي هڪ ڪهاڻيءَ کي ناٽڪي صورت ۾ آندو هو. هن ناٽڪ منڊليءَ جي مشهور اداڪارن ۾: مولچند پنجواڻي، ٺهلرام ٽنئور ملاڻي، لڇيرام لاهوري، مهاراج ڪندن، گوبند ناٿاڻي، رام پنجواڻي ۽ ٻيا شامل هئا.

**چانڊڪا پرڳڻو**: چانڊڪا پرڳڻي جو بنياد ارغونن جي دور حڪومت ۾ پيو. هيءُ پرڳڻو دادو ضلعي اڳوڻي تعلقي ڪڪڙ کان شروع ٿي ڪاڇي واري وٽ ڏيندو، لاڙڪاڻي، قنبر، شهدادڪوٽ ۽ سکر تائين جي علائقن تي مشتمل هو. 1555ع ڌاري سنڌ جو حاڪم شاهه حسن ارغون فوت ٿي ويو. ان وقت سنڌ ٻن گهراڻن ۾ ورهائجي وئي. اتر وارو حصو جنهن جو مرڪز بکر هو، اهو سلطان محمود جي هٿ هيٺ هو. جنهن جي اوير ۽ ڏکڻ ۾ سنڌو درياهه ۽ گهاٽا ٻيلا، اولهه ۾ واريا سا پٽ ۽ کيرٿر جبل جا پهاڙي سلسلا موجود هئا. هيءَ پرڳڻو شروع کان وٺي چانڊين جو ڳڙهه رهيو آهي ۽ متس نالو چانڊين جي گهڻائي سبب پيل آهي. چانڊين جي پهرين "تاري" تي رياست هئي، پوءِ سنڌ جي اتر اولهه ۾ چانڊڪا رياست قائم ڪيائون. منجهس وسندڙ قبيلن ۾ سميجا، ٻُڪيجا، سانگي ۽ ابڙا شامل هئا. هتي وسندڙ ٻيو اهم قبيلو مهديجا شيخ هو. ان قبيلي کي موجوده دور ۾ 'ڪلهوڙا' قبيلي طور سڃاتو وڃي ٿو. انهن قبيلن کان سواءِ جابلو قبيلا جهڙوڪ: مگسي، لاشاري، دڙدشت ديناري، رند، ڊومڪي ۽ ٻڙدي به رهندا هئا، جيڪي سيئي بلوچ سڏائيندا هئا. سندن ڳوٺ مير ابڙي واري واهه جي ڪپ تي هوندا هئا. هيءَ واهه به سندن ئي کوٽايل هو. 'جوکي هرڻي' ۽ 'مُنهه' ڳوٺ مير ابڙي جا ٻڌرايل هئا، جڏهن ته نندي ابڙي 'پوپٽي' ڳوٺ ٻڌايو هو. جام نندي پنهنجي قابل سپهه سالار دريا خان جي هٿ هيٺ شاهه بيگ ارغون (جنهن وقت به وقت سنڌ جي مختلف شهرن تي ڪاهون ڪري ڦرلٽ ڪئي) کي شڪست ڏيڻ لاءِ هڪڙو وڏو لشڪر چاڙهي موڪليو. انهن ڏينهن ۾ لاڙڪاڻي واري پرڳڻي ۾ چانڊين جي سرداري هئي. چانڊين جي سردار سريمڻ خان دريا خان جي فوج جي مدد ڪئي، جنهنڪري شاهه بيگ ارغون کي شڪست آئي ۽ سندس پاءُ سلطان محمود مارجي ويو. انهيءَ لڙائيءَ کان پوءِ دريا خان سريمڻ خان چانڊيي تي تمام گهڻو راضي ٿيو ۽ کيس نوَلکي جاگير انعام طور ڏنائين. اهڙيءَ طرح لاڙڪاڻي واري علائقي تي "چانڊڪا پرڳڻو" نالو پيو. هن جاگير ۾ ابڙن، ماڇين، چانڊين جي اڪثريت هئي. ماڇين جو معاشي گذارو ڍنڍن تي هو. زمين جي آبادي ابڙا ڪندا هئا. جن جو گذران ٻني ٻارو ۽ چوپايو مال هو. اهو ئي سبب هوندو هو. جو اهي ٻئي قومون سدائين پاڻي جي معاملي ۾ وڙهنديون رهنديون هيون. چانڊين ۽ ابڙن جي ارهه زوراين جي ڪري ابڙن ڪنهن ٻاهرين طاقت لاءِ واجهايو. ابڙن جي چڱي مڙس ڪبڙ خان، بکر مان ميان آدم شاهه ڪلهوڙي کي وٺي اچي هن پرڳڻي جي هڙڙي علائقي ۾ رهايو جتي آدم شاهه پنهنجي بزرگيءَ جي ڪري مشهور ٿيو. ڪيترائي قبيلا سندس مريد ٿيا، جن ۾ چانڊيا به شامل هئا. روايت آهي ته ميان آدم ڪلهوڙو سال 1580ع ڌاري چانڊڪا پرڳڻي ۾ آيو. ميان آدم شاهه ڪلهوڙو ڳوٺ باقراڻيءَ کان اوير جي ڪڇي جي علائقي هڙڙي ۾ هڪ فقير جو لباس اوڍي هڪ سياسي شخصيت ٿي اُڀريو ۽ ٿوري عرصي ۾ هن پنهنجي فقيرن جي افرادي قوت سان سياسي قوت

چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج

حاصل ڪري ورتي. 1591ع ۾ اڪبر بادشاهه عبدالرحيم خان خانان کي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. هتي پهچڻ بعد ميان آدم شاهه جي خدمت ۾ پهتو ۽ دعا گهرڻ لاءِ عرض ڪيائين. ساڳئي سال عبدالرحيم خان خانان ٺٽي جي حڪومت کي فتح ڪري پنهنجي قبضي هيٺ آندو. تڏهن هن اهو محسوس ڪيو ته جنگي ڪاميابين ۾ آدم شاهه ڪلهوڙي جي دعائن جو اثر شامل هوندو، تنهنڪري هن آدم شاهه ڪلهوڙي کي چانڊڪا پرڳڻي ۾ لاڙڪاڻي لڳ جاگير ڏني. ميان آدم شاهه ڪلهوڙو هن علائقي ۾ ڏينهون ڏينهن پنهنجا پير پختا ڪندو ويو. نتيجي ۾ مغلن جو اثر گهٽجندو رهيو. ميان آدم شاهه ڪلهوڙي جي ترقيءَ جو اهو حال ڏسي چانڊڪي پرڳڻي جا زميندار ۽ بکر جو گورنر سندس مخالف بڻجي پيا. انهن گڏجي ملتان جي حڪام کي شڪايت ڪئي. نيٺ ميان آدم شاهه کي گرفتار ملتان وٺي ويا، جتي هن کي ڦاسي ڏئي شهيد ڪيو ويو. هي واقعو 1600ع ڌاري پيش آيو. ان بعد سندس پٽ ميان دائود گادي سنڀالي. ان کان پوءِ ميان الياس ولد ميان دائود ڪلهوڙن جو اڳواڻ بڻيو. ميان الياس جي وفات کان پوءِ ميان شاهه علي قبيلي جو سربراهه بڻيو. ميان شاهه علي چانڊڪا پرڳڻي ۾ 'گهاڙ واهه' جي باقاعده کوٽائي ڪرائي. ميان شاهل محمد ڪلهوڙي جي ڪنيل ان قدم سبب زرعي ۽ تجارتي انقلاب برپا ٿي پيو ۽ چانڊڪي پرڳڻي ۾ واهن، ڪورن، ڪيسن ۽ مورين جو جار وڇائجي ويو ۽ سڄي تر جون غير آباد زمينون شاداب ٿي پيون. چانڊڪا پرڳڻي ۾ اٽڪل 1550ع ڌاري گهاڙ واهه جي ڪپ تي ميان صاحب جي مريدن هڪ ننڍڙو ڳوٺ ٻڌو. انهن مريدن جو تعلق لاڙڪ قبيلي سان هو جنهن سبب 'چانڊڪا' بجاءِ آهستي آهستي لاڙڪاڻو مشهور ٿي ويو. چانڊڪا پرڳڻي جي جاگير هن وقت به چانڊيا قبيلي وٽ آهي، جنهن قبيلي جو سردار غيبي خان چانڊيو، احمد سلطان چانڊيو، نواب شبير احمد چانڊيو ۽ هاڻي سردار خان چانڊيو آهي.

**چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج:** لاڙڪاڻي جي مشهور چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج جو بنياد، 20 اپريل 1973ع ۾ رکيو ويو. هيءَ ڪاليج اتر سنڌ ۾ ميڊيڪل ڪاليج جي ضرورت محسوس ڪندي قائم ڪيو ويو هو. ورهاڱي وقت سڄيءَ سنڌ ۾ صرف هڪڙو ڊائو ميڊيڪل ڪاليج، ڪراچيءَ ۾ هو. ان بعد لياقت ميڊيڪل ڪاليج ڄامشورو قائم ٿيو. هن وقت چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج نه صرف اتر سنڌ پر بلوچستان جي سرحدي پٽيءَ جي ماڻهن لاءِ طبي سهولت جو ذريعو بڻيو آهي، سنڌ ۽ ملڪ جي ٻين علائقن مان به ڪيترا شاگرد هتي تعليم حاصل ڪري چڪا آهن. هن وقت ان کي يونيورسٽيءَ جو درجو ڏيئي 'شهيد بينظير ميڊيڪل يونيورسٽي' نالو ڏنو ويو آهي، پر ان لاءِ الڳ عمارت زير تعمير آهي.

چانڊڪا، اصل ۾ لاڙڪاڻي جو پراڻو نالو هو جيڪو چانڊيا ذات جي نالي پويان سڏبو هو. انهيءَ سرزمين تي هيءُ ميڊيڪل ڪاليج ٺاهيو ويو، جنهنڪري ان کي 'چانڊڪا' ميڊيڪل ڪاليج سڏيو ويجي ٿو.

چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج جي ٺهڻ کان اڳ اتي گورنمينٽ پوليٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ ۽ ڊي. جي هاءِ اسڪول لاڙڪاڻو واقع هئا، جن کي بعد ۾ ملائي چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج ٺاهيو ويو. ڪاليج ٻه ماڙ عمارت تي مشتمل آهي ۽ پروفيسر علي محمد انصاري ان جو پهريون پرنسپال مقرر ٿيو هيليئن ماڙ جي وچ ۾ هڪ آڊيٽوريم هو جنهن ۾ 500 ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش هئي. ڪاهي پاسي وارو بلاڪ 'ائناٽامي شعبي' کي ڏنو ويو هو، جڏهن ته ان جي مٿان 'فزيالاجي' شعبو قائم ڪيو ويو. آڊيٽوريم هال جي ساڄي پاسي انتظامي بلاڪ ۽ ان جي مٿان 'بايو ڪيمسٽري' شعبو ٺهيل هو. 1973ع ڌاري 150 شاگردن جي پهرين بئچ ڪاليج ۾ داخل ٿي. ڪاليج ۾ هاسٽل جي ضرورت کي مد نظر رکي، پوليٽيڪنڪ انسٽيٽيوٽ، ايليمينٽري ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج ۽ نرسنگ هاسٽل کي ترتيبوار ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي هاسٽلن طور استعمال ڪيو ويو. اڄڪلهه ان ۾ 6 هاسٽلون ڇوڪرن لاءِ ۽ 2 هاسٽلون ڇوڪرين لاءِ ٺهيل آهن. جن ۾ 1100 شاگردن جي رهڻ جي گنجائش آهي. هن وقت نئون ائڊمنسٽريشن بلاڪ، ايئرڪنڊيشن لئبرري، ٻه ايئرڪنڊيشن ليڪچر هال به ٺاهيا ويا آهن. آڊيٽوريم کي جديد شڪل ڏني وئي آهي، جيڪو مڪمل ايئرڪنڊيشن ۽ هڪ هزار ماڻهن جي ويهڻ جي گنجائش رکي ٿو.

هتي اِن ڊور راندين لاءِ هڪ جمنئزيم ۽ آئوٽ ڊور راندن لاءِ هڪ ننڍو اسٽيڊيم به ٺاهيو ويو آهي. مختلف موضوعن تي لکيل هزارين ڪتاب



**چانڊڪا ڪاليج جو مرڪزي آڊيٽوريم**

ايئرڪنڊيشن لائبريءَ ۾ موجود آهن. استادن لاءِ رفرنس بُڪ موجود آهن. هڪ مڪمل ڪمپيوٽر سيڪشن ملٽي ميڊيا ۽ انٽرنيٽ جي سهولتن سان موجود آهي. اسپتال جي حوالي سان 150 بسترن وارو هڪ هال ٺاهيو ويو آهي. هتي ٻيا به ڪيترا ميڊيڪل بلاڪ ٺاهيا ويا آهن، جن ۾ اکين جو شعبو (Opthalmology) ۽ دل جو شعبو (Cardiology) شامل آهن. ان کانسواءِ شيخ زئد وومن هاسپيٽل، ٻارن جو شعبو ۽ آپريشن جي بلاڪ جو به اضافو ڪيو ويو آهي.

مريضن جي وڌي وڃڻ ڪري شيخ زيد وومن هاسپيٽل ۾ 100 وڌيڪ بسترا وڌايا ويا آهن. نرسنگ جي لاءِ اسپتال ۾ هڪ الڳ حصو مخصوص ڪيو ويو آهي.

تازو حڪومتي امداد سان هتي 'يورالاجي' شعبو به قائم ٿيو آهي. ساڳيءَ طرح سرڪاري پراجيڪٽ هيٺ 302 بسترن تي مشتمل هڪ هال ٺهرائي ڏنو ويو آهي، جتي هر قسم جي سهولت موجود آهي. اهو هال ميڊيڪل جي شاگردن جي سکيا لاءِ آهي. چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج هاسپيٽل ڪامپليڪس به ٺاهيو ويو آهي، جنهن ۾ 1200 بسترن جي گنجائش آهي. انهن

سيني شين کان سواءِ ڪامپليڪس ۾ ريڊيالاجي شعبو ايڪس ري، الٽراسائونڊ، ڪلر ڊوپلر وغيره سان گڏ جديد ليبارٽريون ۽ ٻيون ڪيترين ئي جديد سهولتون شامل آهن.

چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج، پاڪستان ميڊيڪل اينڊ ڊينٽل ڪائونسل (P.M.D.C)، جنرل ميڊيڪل ڪائونسل (G.M.S) وٽان تسليم شده ادارو آهي. هتي FCPS، MD، M.Phil ۽ ٻيا ميڊيڪل سان وابسته ڪيترا ڪورس ۽ ڊپلوما ڪرايا وڃن ٿا.

1999ع کان چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻو FCPS-I، FCPS-II ۽ MCPS جا امتحان پڻ وٺندو رهيو آهي. لياقت ميڊيڪل يونيورسٽيءَ کان اڳ، چانڊڪا، سنڌ يونيورسٽيءَ سان ملحق هڪ ادارو هو.

**چانڊورام، سَنت**: سنت چانڊورام، جنم اشٽميءَ جي ڏينهن، سيپٽمبر 1947ع ۾ پني عاقل تعلقي ۾ پنوعاقل



کان ٻن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ڳوٺ عالم خان جتوئيءَ ۾ سنت آسودارام جي گهر ۾ پيدا ٿيو. سنت آسودا رام رهڙڪيءَ جي گاديسر سترام داس جو طالب ۽ مريد هو. ڀڳت ڪنورام سان به گهري نيازمندي هئس. ڀڳت ڪنورام سنت آسودارام جي روحاني منزل کان چڱيءَ طرح باخبر هو ۽ اڪثر ايندي ويندي سنت سان رهاڻين لاءِ ڳوٺ عالم خان جتوئيءَ پهچندو هو ۽ راڳ ويراڳ ڪندو هو. سرڳواسي سنت آسودارام جي هن وقت پني عاقل ۾ وڏي درٻار آهي، سو هڪ فقير منش، توڪلي ۽ رحمدل شخص هو.

پائي چانڊورام پرائمري تعليم سنڌي پرائمري اسڪول پني عاقل مان حاصل ڪئي. پني عاقل جو ناليوارو استاد محمد نواز پٺو سندس استاد هو، اڄ سوڌو پائي چانڊورام سندس تمام وڏي تعظيم ڪندو ۽ ڪيس گرو جي حيثيت ڏيندو آهي. پائي صاحب ثانوي تعليم ڊي سي هاءِ اسڪول پني عاقل مان حاصل ڪئي.

پائي چانڊورام عالم ۽ فاضل شخص آهي ۽ سنڌ جي صوفين ۽ سنتن جو عاشق آهي، شاهه، سچل، سامي، بيدل ۽ روحل ۽ ڪنڊڙيءَ جي ٻين درويشن جو عقيدتمند آهي. سندس مطالعو وسيع آهي، هو ساميءَ جي سلوڪن جو حافظ ۽ وڏو شارح آهي.

پائي چانڊورام جا خانداني مرشد رهڙڪي صاحب وارا آهن، پر پاڻ ڍرڪي درٻار جي پائي پوڄارام صاحب جو فيض يافته به آهي، جنهن جو مرشد ڪنڌي جو فقير دريا خان آهي. پائي صاحب پني عاقل مان 1978ع ۾ لڏي لکنو پارت وڃي رهيو جتي سندس وڏي درٻار آهي، جتي چوويهه ئي ڪلاڪ لنگر جاري رهندو آهي، سندس پوئلڳ هند ۽ سنڌ ۾ هزارن جي تعداد ۾ آهن. پائي صاحب پني عاقل ۾ عام ۽ خاص جي خدمت لاءِ سخي بابا ميٽرنٽي هوم قائم ڪرايو آهي، جتي سمورين بيمارين جا ماهر ڊاڪٽر ڪراچي ۽ حيدرآباد کان اچن ٿا ۽ عوام جي مفت خدمت ڪن ٿا. ان لاءِ باقاعدي هڪ سوسائٽي قائم آهي، جيڪا ڊاڪٽر هري لال پاڳيا ۽ ڊاڪٽر راجيندر پرشاد جي نگرانيءَ ۾ ڪم ڪري رهي آهي. هن اسپتال جو 80 سيڪڙو خرچ پائي صاحب ۽ ان جي پوئلڳن جو آهي، ان کان سواءِ سندس نگرانيءَ هيٺ هند ۽ سنڌ ۾ ڪيترا فلاحي ادارا ڪم ڪري رهيا آهن. پائي صاحب راڳ ويراڳ جو به ڄاڻو آهي. پاڻ به ڪڏهن آلاپيندو آهي. سندس آواز ۾ وڏي ڪشش ۽ لرزش آهي. پائي صاحب غريبن جو يار ۽ ضرورتمندن جو مددگار آهي. سنت چانڊورام پاڻ کي داس سڏائي ٿو سيني سان هٿ جوڙي نوڙت سان ملي ۽ ڳالهائي ٿو سنت چانڊورام، ڀڳت ڪنور رام جو ڇهن مٽن جو سنگ مرمر جو مجسمو تيار ڪرائي، 2006ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري ۾ هڪ تقريب دوران لڳرايو هو.

**چانڊوڪي ۽ زهر (ڪتاب)**: هي هند ۽ سنڌ جي مشهور ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار موهن ڪلپنا جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. جنهن جا به ڇاپا هندستان ۾ ۽ هڪ ڇاپو سنڌ ۾، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، جولاءِ 1965ع ۾ ڇپيو آهي. هن ڪهاڻي ڪتاب ۾، موهن ڪلپنا جون ڇهه ڪهاڻيون: جواب، هڪ شريف ماڻهو گاڏيءَ ۾، گهوٽالو، هٿو مون کان پري، درد ۽ سپنا ۽ چانڊوڪي ۽ زهر شامل آهن.




ڪتاب جي ابتدا ۾ موهن ڪلپنا 'جائزو' عنوان سان پنهنجي ڪهاڻيڪار هئڻ، ڪهاڻيءَ جي فن، ڪهاڻي لکڻ جي ڪيفيتن ۽ ڪهاڻين ۾ استعمال ڪيل ٻوليءَ بابت لکيو آهي. موهن بابت منڍ ۾ ناز سنائيءَ پنهنجن ويچارن جو اظهار به ڪيو آهي. ڪرائون سائيز جي 134 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 12 روپيا رکي وئي آهي.

**چانڊيا**[1]: چانڊيا سنڌ جو هڪ وڏو قبيلو آهي، جيڪو سنڌ جي هر علائقي ۾ آباد آهي. چانڊيا مير جلال خان جي ٽئين نمبر فرزند هوت جي اولاد مان ڄاڻايا وڃن ٿا. هن ذات تي اهو نالو سندن وڏيري جي پويان پيو، جنهن جو نالو چانڊيو هو. 17 صدي عيسويءَ ۾ چانڊيا سيوهڻ جي باغبان پرڳڻي ۾ رهندا هئا. هن قبيلي جا ماڻهو پوڪي راهي ڪندا هئا. وٽن چوپايو مال جام هوندو هو. مير ابوالقاسم نمڪين جي دور ۾ ڪائنس ڍل ڪانه ورتي ويندي هئي. مغلن جي دور ۾ چانڊين ساڻن ڪيترين جوڙتين جوڙيون، سندن ڪاررواين کان تنگ ٿي، مغلن کين 'حر فروش' جو لقب ڏنو. ڇاڪاڻ ته چانڊيا، مغلن جي ظلمن کان تنگ ٿي، مغل عملدارن کي ڪٽي ويندا هئا. مغل حاڪم هئا، ان ڪري اهي پاڻ کي 'آزاد انسان' سمجهندا هئا. ۽ سنڌ کي مفتوح علائقو سمجهي، مقامي ماڻهن کي 'غلام' سمجهندا هئا. ان ڪري پنهنجن ظلمن ۽ ڏاڍاين کي جائز عمل سمجهي، مقامي ماڻهن جي ردعمل کي نندڻ پنهنجو حڪمراني شان سمجهندا هئا.

انگريزن جي سنڌ تي قبضي کان اڳ ۾ چانڊين جو پهريون سردار ولي محمد خان هو. جنهن کي انگريزن سان وفاداريءَ جي عيوض شڪارپور، لاڙڪاڻي، قنبر ۽ ان جي آسپاس ۾ ڏيڍ لک ايڪڙ زمين جاگير طور ڏني وئي. سردار ولي محمد جون 1850ع ۾ وفات ڪئي. سندس جاءِ نشين پٽس غيبي خان ٿيو، جيڪو 1886ع ۾ وفات ڪري ويو. غيبي خان جو پٽ ڏاتو خان پنهنجي والد جي وفات کان ٿورو عرصو ئي پوءِ وفات ڪري ويو. جنهنڪري

غيبي خان جو پوٽو محمد خان قبيلي جو سردار ٿيو. 1898ع ۾ محمد خان ۽ سندس وڏي پٽ عالم خان جي هٿان مارجي ويا. جنهن کان پوءِ محمد خان جو ٻيون نمبر پٽ علي نواز عرف غيبي خان، چانڊين جي قبيلي جو سردار ٿيو. هن قبيلي جا اهي سردار سنڌ ۾ لاڙڪاڻي لڳ پنهنجي جاگير ۾ رهندا هئا. هن وقت نواب غيبي خان جو پٽ احمد سلطان، چانڊين جي قبيلي جو پڳدار آهي. سنڌ ۾ هن قبيلي جون ذاتيون: غيباڻي، گوگاڻي، چولياڻي، ٻبراڻي، بُزبراڻي، ٻداڻي، گورا، ڪارا، خيراڻي، ختناڻي، قنبراڻي، جهانگياڻي، هيسباڻي، شنباڻي، گراماڻي، ڪوهه لاڪاڻي، مرزاڻي، مارفاڻي، ميرواڻي، مستوئي، مصرياڻي، موندرياڻي، نثراڻي، پلال، سڪاڻي، سندراڻي، اڊلاڻي وغيره مشهور آهن.

**چانڊيا**[2]: ضلعي حيدرآباد جي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه. جنهن ۾ علي مراد چانڊيو، جمن شاهه، عبدالله شاهه، جمال الدين شادي، دادن لاشاري ۽ لڪاٽو چانڊيو ڳوٺ آباد آهن.

**چانڊيا**[3]: ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي شهداد ڪوٽ ۾ هڪ ديهه اعتبار خان چانڊيي نالي آباد آهي، جنهن ۾ سائينداد مستوئي، غلام رسول بروهي، ڳهٽو خان بروهي ۽ شرب بروهي نالي ڳوٺ شامل آهن.

**چانڊين ۽ مگسين جي جنگ**: بلوچن جا چانڊيا ۽ مگسي قبيلا هڪ وڏيءَ مدت تائين هڪٻئي سان صلح ۾ رهيا. 9 صدي هجريءَ (15 صدي عيسويءَ) ۾ رندن ۽ لاشارين جون جنگيون ٿيون. ارغونن رندن جي مدد ڪئي ۽ سنڌ جي حاڪم ڄام نظام الدين سمين لاشارين جي مدد ڪئي. چاڪاڻ ته ڄام جي وزير ۽ سپهه سالار دريا خان جا لاشارين سان واسطا هئا. انهن جنگين ۾ چانڊيا ۽ مگسي، لاشارين جي طرف هئا، ۽ پڻ دريا خان جي سپهه سالاريءَ هيٺ سڀيءَ طرف ارغونن سان وڙهيا. ان وقت کان وٺي هو هڪٻئي جا مددگار ۽ رندن جا مخالف رهيا. انهيءَ ڪري ئي جڏهن مگسين ۽ جمالين جو تڪرار ٿيو ۽ رند سردار شير محمد خان مگسين خلاف اُٿيو، ته مگسين چانڊين جي سردار ولي محمد خان کي مدد لاءِ چيو. ولي محمد خان پهريائين مگسي سردار کي چيو ته جنگ کان صلح چڱو آهي ۽ آءٌ وڃي ٿو رند سردار کي سمجهايان ۽ مڃايان. هو ويو، پر سردار شير محمد خان نه مڃيو ۽ پوءِ اهڙو اظهار ڪيائين ته: منهنجي ترار مزو ئي تڏهن ڪندي، جڏهن ميدان ۾ چانڊيو به مگسيءَ سان گڏ هوندو. پوءِ ست هزار چانڊيا ۽ ٽي هزار مگسي، رندن جي لشڪر جي سامهون ٿيا. ان جنگ ۾ ولي محمد خان پاڻ سڌو شير محمد خان تي حملو ڪري ڪيس ماريو.

شير محمد خان رند وڏيءَ همت وارو هو پر مارجي پيو. پر مگسين سندس سر وڍي، پاڻ سان گڏ 'جهل' ڏانهن کڻي وڃڻ چاهيو اها ڳالهه ولي محمد خان کي نه وڻي ۽ هو مگسين تي ڪاوڙيو ۽ سردار جو سر پنهنجي قبضي ۾ ڪيائين ۽ لوٽ سان گڏ سبائي ڏڪائي، سردار شير محمد ڏانهن ڏياري موڪليائين. انهيءَ تي مگسي ڦري چانڊين جا مخالف ٿيا. اهڙيءَ طرح صدين تائين صلح سانت ۾ رهندڙن جي وچ ۾ نفاق پيدا ٿيو سردار شير محمد خان سان جنگ کان اڳ، ڪن سڄاڻن ولي محمد خان کي پئي چيو ته رند سردار سان ٿو وڙهين ته ڄڻ پنهنجو پاءُ ٿو مارائين.

چانڊين ۽ مگسين جي پهرين جنگ اها هئي، جنهن ۾ جعفر خان پوٽائيءَ مگسيءَ کي ماريو انهيءَ جنگ ۾ جڏهن مگسين تي سوڙهه ٿي، تڏهن جعفر خان ميدان مان هٽيو ۽ ميدان ٿي ڇڏيائين، جو صوبي چانڊيي ڪُڏي وڃي ڪيس ماريو صوبو اَرڏو ۽ جنگ جو جهونجهار هو هن کان ڳ ٻين سان به وڏا مقابلا ڪيا هئائين. تڏهن ته ڪنهن عوامي شاعر سندس ساراهه هن طرح ڪئي هئي:

وڍي ڪوڪل ٻير جيئن، پر ڏيندو هو پور،
جن صوبي سندا سور، سي رڙنديون وتن راڄ ۾.

هن جنگ ۾ جعفر خان پوتاڻي گهوڙي تي هو جو صوبي مٿس جُلهه ڪئي ۽ گهوڙي تان ڪيرائي مڙس کي ماريائين ۽ پوءِ پاڻ به جعفر خان سان گڏ اتي ئي ماريو ويو.

جڏ پوت پڇڻ جي ڪئي، تڏ مڱ ڏنو موڙو
موتائي مگسيءَ جو، گهوٽ ڪيو گهوڙو
پنج هنيائين پڙ تي، خان وڏو ڪوڙو
زخمن زور ذَرا ڪيو سنگ نه ٿيو سوڙهو.
لاهي ويو لوڙو، صوبو شير شهيد ٿيو

جعفر خان جي مارجڻ کان پوءِ مگسين جو لشڪر بيهي نه سگهيو ۽ سندن هار ٿي.

*(حوالو: جنگناما، مرتب: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، سنڌي ادبي بورڊ، ٻيو ڇاپو 2007ع)*

**چانڊيو، احمد علي 'صابر'**: شاعر، ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار احمد علي 'صابر' چانڊيو ولد نواب خان چانڊيو، 14 جولاءِ 1952ع تي ڳوٺ چاچڙي، تعلقي ميرو خان، ضلعي قنبر ۾ ڄائو. پرائمري تعليم 1965ع ڌاري پرواري



ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ پڙهيو. 1971ع ۾ مئٽرڪ ڪيائين. 1975ع ۾ ايم. اي (سنڌي ادب)، 1979ع ۾ ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) ۽ 1981ع ۾ ايل. ايل. بي ڪيائين. سنو شاعر ۽ ڪمپيئر رهيو آهي. ٽيليفون کاتي ۾ آپريٽر جي حيثيت ۾ رٽائر ڪيائين. سنڌي ادبي سنگت شهدادڪوٽ جو باني سيڪريٽري رهيو آهي. سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿيل آهن: (1) 'گهايل منهنجا گيت' (شاعري)، (2) 'پياسي سِپ سمونڊ ۾' (ڪهاڻيون)، (3) 'ڪويجن ڪُني آهيان'، (ناول)، (4) 'ڪاڪ ڪڪوري آءٌ' (شاعري).

هن وقت لاڙڪاڻي شهر ۾ رهائش پذير آهي.

**چانڊيو، امام بخش اول**: امام بخش چانڊيو اول، چانڊين جي سردار غيبي خان چانڊيي جو سپهه سالار ۽ صلاحڪار هو. ڳيريلي واري جنگ ۾ هن وڏي بهادري ڏيکاري. سندس قبر سيد وانر شاهه جي قبرستان ۾ چئي وڃي ٿي، پر ڪن مقامي عمر رسيده ماڻهن جو چوڻ آهي ته سندس قبر ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي قبرستان ۾ آهي.



**چانڊيو، امير احمد 'امير'**: ٻاراڻي ادب جو اهم نالو ۽ لوڪ ادب جو پارکو حاجي امير احمد 'امير' ولد جان محمد چانڊيو، 1935ع ڌاري ڳوٺ شادي خان چانڊيي تعلقي سڪرنڊ ۾ ڄائو سندس تعليم ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر) هئي. 1971ع ڌاري سڪرنڊ شهر ۾ 'روشن ادب' نالي هڪ اشاعتي ادارو قائم ڪري

ٻارن لاءِ هڪ ڪتابي سلسلو شروع ڪيائين. جنهن ۾ٻارن ٻارن لاءِ ٻه ماهي ڪتاب 'روشن ادب' شايع ڪندو هو. جنهن ۾ ٻارن لاءِ ڪهاڻيون، شاعري ۽ ٻيو مواد شامل ڪندو هو. امير احمد 'امير'، 'روشن ادب' اداري طرفان ٻاراڻي ادب جا هيٺيان ڪتاب شايع ڪيا:

(1) روشن تارا، (2) گل ڦل، (3) لاڪيٽو، (4) ٻهڪندڙ ٻوٽا، (5) مهڪندڙ مکڙيون، (6) سنڌڙيءَ جي سونهن، (7) چمڪندڙ ستارا ۽ (8) سيٺي سٽايون.

هن اداري هڪ وڏي عرصي تائين ٻاراڻي ادب جي خدمت ڪئي ۽ ڪيترا نوان ليکڪ پيدا ڪيا.

امير احمد 'امير' چانڊيو شاعري به ڪندو هو. نثر بيت سان خاص لڳاءِ هئس. سندس اوطاق تي هر مهيني نثر بيتن جي رهاڻ ٿيندي هئي. هن ايشيا ۽ يورپ جا ڪيترا ملڪ گهميا. 13 جنوري 2005ع تي سکرنڊ ۾ وفات ڪيائين.

**چانڊيو، باگو:** باگو چانڊيو، ڪلهوڙن جي دور ۾ ميان نصير محمد جي فوج جو اهم ڪارڪن هو. باگي چانڊيي جو اصل نالو 'باغ محمد' هو. جنهن کي 'باگو' سڏيندا هئا. لاڙڪاڻي جو رهواسي هو. جڏهن ميان نصير محمد لاڙڪاڻي مان پنهنجو مرڪز ڦيرائي ڳاڙهيءَ اچي رهيو ته باگو خان به ساڻس گڏجي آيو. ڪنهن غلطي سرزد ٿيڻ سبب ميان صاحب باگي خان کي قبيلي سوڌو ڪاڇي مان نڪري وڃڻ جو حڪم ڏنو. جنهن تي مير صوبدار خان وچ ۾ پئي کيس معافي ڏياري. تاريخي تذڪرن ۾ اچي ٿو ته: جڏهن دهليءَ ۾ شاهجهان جي پٽن ۾ اقتدار لاءِ هلندڙ جنڊا پٽ جنگ ۾ تبديل ٿي وئي، ته اهڙي طائف الملوڪيءَ جي دور ۾ ولي عهد شهزادو دارا شڪوهه سنڌ ڏانهن ڀڄي آيو. لاڙڪاڻي وٽ چانڊين جي قبيلي کيس ۽ سندس ملڪ نادر کي روڪيو ۽ سندن قيمتي سامان ڦريو. ميان نصير محمد ڪلهوڙي کي چانڊين جي اهڙي روش پسند نه آئي يا وري هن محسوس ڪيو ته شايد هيءَ قبيلو دهليءَ جي دربار تي قابض اورنگزيب ٽولي جو حامي آهي، جيڪو اڳتي هلي آزاديءَ لاءِ هلندڙ سنڌ جي تحريڪ لاءِ رڪاوٽ نه ٿي پوي. ان ڪري هن تحريڪ جي مرڪز ڪاڇي مان باگي چانڊيي ۽ سندس قبيلي کي لوڏي ڪڍيو.

باگي خان جي آخري آرامگاهه ميان نصير محمد جي قبرستان ۾ آهي، جتي سندس مزار تي مقبرو اڏيل آهي.

**چانڊيو، پرڪيو شاهاڻي:** پرڪيو شاهاڻي چانڊيو، ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ بهادر سپاهي ٿي گذريو آهي. سندس تعلق مارفاڻي چانڊين سان هو. جوانيءَ ۾ وڏي بهادريءَ سان مرزا شاهه حسن ارغون جي لشڪر سان ڇاپا مار جنگيون ڪيائين. جڏهن مرزا شاهه حسن چانڊين کي عام معافي ڏيڻ جو اعلان ڪيو ۽ پاٽ جي شهر ۾ صلحنامو ٿيو ته پرڪيي چانڊئي گوشي نشيني اختيار ڪري ڇڏي. گوشي نشينيءَ دوران عبدالله شاهه گودڙئي جا مٽ وڃي پرينڊو هو ۽ خود به بزرگيءَ جو مرتبو ماڻيائين. پرڪيي شاهاڻيءَ وڏيءَ ڄمار ۾ وفات ڪئي.

**چانڊيو، جاگير** (ديهه): تعلقي شڪارپور جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن.

چانڊيو سڏايو، پير شاهه زمان، قابل پرچونڊ ۽ روهڙي.

**چانڊيو، حاجي مراد خان:** حاجي مراد خان چانڊيو ولد جاني خان چانڊيو ٻچاڻي چانڊين جي خاندان مان هو. هن 1908ع ڌاري ڳوٺ احمد خان چانڊيي لڳ ننڊي (ضلعي بدين) ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ننڊي جي پرائمري اسڪول مان حاصل ڪيائين. مولوي عبدالرحمان وٽ عربي ۽ فارسي پڙهيو. کيس حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم سان بي انتها محبت هئي. ان ڪري سندن مدح ۾ ڪيترا غزل، ڪافيون، مداحون، بيت ۽ قواليون چيائين. حاجي مراد خان چانڊيي 1954ع ۾ وفات ڪئي.

**چانڊيو، حڪيم محمد عالم:** حڪيم محمد عالم چانڊيي ولد اميد علي چانڊيي، ڳوٺ 'ٻني' تعلقي ميرو خان، ضلعي قنبر- شهداد ڪوٽ ۾ 1901ع ڌاري جنم ورتو. مولانا مير محمد ڏنگئيءَ کان ديني تعليم حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيو. ان کان پوءِ جامعہ مليہ ڪاليج دهليءَ مان، طب جي تعليم پرايائين. ڪجهه وقت پنهنجي ڳوٺ ۾ ۽ بعد ۾ لاڙڪاڻي ۾ دواخانو هلايائين. لاڙڪاڻي ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪيائين. پنهنجي ڌنڌي ۾ نهايت ڪامياب رهيو. حڪيم محمد عالم سياست ۾ به حصو ورتو. خلافت تحريڪ ۽ مسجد منزل گاهه هلچل ۾ ڀرپور حصو ورتائين. سياسي طور آل انڊيا مسلم ليگ سان لاڳاپيل رهيو. ڪجهه وقت لوڪل بورڊ جو ميمبر به رهيو. 22 نومبر 1972ع تي وفات ڪيائين.

**چانڊيو، خان محمد فقير:** پٽائيءَ جو راڳي، خان محمد فقير ولد عرس فقير چانڊيو، 1945ع ڌاري ڳوٺ دليل چانڊيي، تعلقي گولاڙچي، ضلعي بدين ۾ ڄائو. خان محمد فقير جو والد عرس فقير به پٽائيءَ جو مشهور راڳي ٿي گذريو آهي. هن راڳ جي شروعاتي تعليم پنهنجي والد کان ورتي بعد ۾ شاهه سائينءَ جي راڳ جي مڪمل داستانن ۽ راڳ تي عبور حاصل ڪرڻ لاءِ سيد غلام شاهه کان باقاعدي سکيا ورتائين. 1971ع ۾ ڀٽ ڀرپور پيرو لطيف سائينءَ جي درگاهه تي پٽائيءَ جو راڳ ڳائي خوب داد حاصل ڪيائين. پي. ٽي. وي سينٽر ڪراچيءَ تي کيس اڳوڻي جنرل مئنيجر عبدالڪريم بلوچ متعارف ڪرايو. خان محمد فقير ثقافت کاتي معرفت پئرس، جرمني، برلن، بيلجيم، اسپين، انگلنڊ، آمريڪا، آسٽريليا ۽ روس وغيره ۾ فن جو مظاهرو ڪري چڪو آهي. هن وقت سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري ۾ سينٽر فار ميوزڪ ايجوڪيشن ۾ لطيف سائينءَ جي راڳ جي سکيا ڏئي رهيو آهي. کيس 'لطيف اوارڊ' به مليل آهي.

**چانڊيو، دريا خان:** ٽالپر دؤر جو بهادر سپاهي دريا خان ولد سالار خان چانڊيو سکرنڊ، ضلعي نوابشاهه جو رهاڪو هو. ٽالپر دور ۾ ٺٽي جو مختيارڪار هو. 1786ع ۾ جڏهن مير سهراب خان ٽالپر جي پاءِ مير غلام محمد خان ٽالپر عمرڪوٽ تي ڪاهه ڪئي ته حيدرآباد جي والي مير فتح علي خان، دريا خان چانڊيي کي ڪجهه ماڻهو ڏئي مير غلام محمد خان ٽالپر جي مدد لاءِ موڪليو. جڏهن دريا خان چانڊيو عمرڪوٽ پهتو ته ان وقت مير غلام محمد خان ٽالپر عمرڪوٽ جي راجپوتن جي لشڪر هٿان شهيد ٿي چڪو هو ۽ سندس لشڪر ڇڙوڇڙ ٿيڻ لڳو هو. دريا خان لشڪر کي گڏ ڪري همٿايو ۽ ٻيهر راجپوتن سان جنگ جوٽي، جوش سان وڙهيو ۽ وڙهندي شهيد ٿي ويو. سندس ميت کي حيدرآباد آڻي پڪي قلعي ۾ دفن ڪيو ويو.

**چانڊيو، رئوف:** نوجوان صحافي رئوف چانڊيي جو پورو نالو عبدالرئوف ولد عبدالغفور چانڊيو آهي. هن پهرين فيبروري 1978ع تي ڳوٺ پنهون خان چانڊيي، تعلقي ميري خان، ضلعي قنبر شهدادڪوٽ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. انٽر گورنمينٽ ڪاليج قنبر مان ڪيائين. ان ڪان پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ڄامشوري مان سوشيالاجيءَ ۾ ايم. اي ڪيائين. رئوف چانڊيو 1995ع ۾ روزاني ڪاوش ميروخان جو رپورٽر بڻيو. ان ڪانپوءِ روزاني شام، هلچل ۽ ٻين ڪيترين اخبارن ۾ رپورٽ، چيف رپورٽر ۽ بيورو چيف رهيو. سنڌ ٽي وي نيوز جو بيورو چيف رهيو آهي. ان ڪان سواءِ ساڳئي چئنل تي 'سنڌي ڳالهه' ۽ پوليٽيڪل ٽاڪ' جو ميزبان پڻ آهي.



**چانڊيو، زخمي:** سنڌ جي مزاحمتي شاعر زخمي چانڊيي جو اصل نالو ڄام خان ولد مولابخش چانڊيو هو. هيءُ پهرين مئي 1961ع تي ڏڪڻ، ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. هيءُ هڪ ئي وقت اعليٰ پايي جو شاعر، استاد، قومي ڪارڪن ۽ سماج سڌارڪ هو. پرائمريءَ ڪان اٺين ڪلاس تائين گورنمينٽ مڊل اسڪول علي خان ۾ پڙهيو. مئٽرڪ هاءِ اسڪول ڏڪڻ مان ڪيائين. هاير سيڪنڊري اسڪول شڪارپور مان انٽر ڪرڻ بعد ڊسمبر 1979ع ڪان تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. ان دوران گورنمينٽ ڊگري ڪاليج رتيديري مان ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر) ۾ ڪري ورتائين. 1984ع ڪان شاعري ڪيائين. شاعريءَ ۾ نامور شاعرن نثار بزمي ۽ سرڪش سنڌيءَ ڪان اصلاح ورتائين. سندس شاعريءَ ۾ رومانوي رنگ به آهي، پر مجموعي طرح سندس شاعري ڌرتيءَ جي پيار سان سرشار ۽ مزاحمتي آهي. 1991ع ۾ سنڌي ادبي سنگت ڏڪڻ جو بنياد وڌائين. سنڌي ادبي سنگت شڪارپور جو ضلعي رابطا سيڪريٽري به رهيو. ان ڪان سواءِ سچوا سنڌ جو مرڪزي نائب صدر ۽ مرڪزي سيڪريٽري، آل سنڌ ريسورس پرسن تنظيم جو مرڪزي اڳواڻ، استادن جي تنظيم گسٽا ضلعي لاڙڪاڻي جو پريس سيڪريٽري ۽ هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جو نهايت سرگرم ڪارڪن رهيو. 1996ع ڪان لاڙڪاڻي ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين. زخميءَ جي مزاحمتي شاعري پڙهڻ تي بغاوت جو ڪيس داخل ڪري ڪيس جيل به اماڻيو ويو، پر هو پنهنجي مزاحمتي رنگ ڪان باز نه آيو ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ مشاعرن ۾ شرڪت ڪري، پنهنجي سُر ۽ مزاحمتي رنگ سبب داد حاصل ڪندو رهيو. سندس شاعريءَ عوامي رنگ جي هجڻ سبب ڪافي مقبوليت ماڻي ۽ سندس شاعريءَ کي سرمد سنڌيءَ سميت سنڌ جي ڪيترن فنڪارن ڳايو آهي. هن جو واسطو سائين جي. ايم. سيد جي فڪري واٽ سان هو. شروع ڪان وٺي آخر تائين آدرشي انسان رهيو. پيشي جي لحاظ ڪان هاءِ اسڪول ۾ استاد رهيو هو سرگرميءَ سان جدوجهد جو نه رڳو قائل رهيو پر ان تي عمل پيرا به رهيو ڪافي وقت تائين تعليم کاتي ۾ سپروائيزر رهيو طبيعت ۾ ارڏائيءَ سبب کاتي جي اعليٰ عملدارن سان هميشه اختلافن ۾ رهيو. جنهنڪري ڪيس مختلف شهرن جي اسڪولن ۾ بدلي ڪيو ويندو هو. ان تي هن سيڪريٽري تعليم خلاف هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس به وڌو ۽ ٽن مهينن جي دربدريءَ بعد شيخ زيد هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ مقرر ٿيو. هن پنهنجي ڳوٺ جي نياڻين کي پڙهايو ۽ جواب پور جهڙي قبائلي ذهنيت واري ڳوٺ ۾ ڇوڪرين جو اسڪول کولرائي، هڪ نياڻيءَ کي اُستاد مقرر ڪرايو. پر قبائلي ذهنيت رکندڙ سندس عزيزن ان جي مخالفت ڪئي. اهڙن عملن جي ڪري زخمي چانڊيو 24 آڪٽوبر 2000ع تي لاڙڪاڻي ۾ ڏينهن ڏٺي جو اسڪول ڏانهن ويندي هٿياربندن هٿان شهيد ٿي ويو.



زخمي چانڊيي کي سنڌي ادبي سنگت مرڪز طرفان بهترين رابطا سيڪريٽري طور 'سدا حيات فهيم فاروق عباسي' اوارڊ، سچوا مرڪز طرفان 'بهترين سماجي اڳواڻ'، استاد بخاري ادبي فورم، لاڙڪاڻي پاران 'استاد بخاري اوارڊ' سميت ڪيس ٻيا به ڪيترا اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ مڃتا طور مليا.

زخميءَ جي شاعريءَ جا ٻه ڪتاب: (1) شهر شهر زخمي (سال: 2001ع) ۽ (2) ڏاڍو ساريندين (سال: 2004ع) شايع ٿيل آهن.

**چانڊيو، سبز خان:** ميان سرفراز خان ڪلهوڙي جي اشاري تي جڏهن حسين مرڙاٽي، مير بهرام خان ٽالپر کي ماري ڇڏيو، تڏهن عرضي خدمتگار دربار جو اندران در ڪولي دانهون ڪندو روئندو ۽ چوندو نڪتو ته هاءِ هاءِ مير بهرام قتل ٿي ويو. دربار جي ٻاهر مير بهرام خان جو پٽ مير صوبدار خان ويٺو هو. سواهو ٻڌي تپي باهه ٿي ويو ۽ يڪدم اتي ويٺل الله بخش ليکي کي قتل ڪيائين ۽ دربار ۾ جيئن ئي دربار ۾ داخل ٿيو ته ميان سرفراز خان وٺي اندر پڳو ۽ راڄو ليکي، الله بخش ليکي جي لاش ڏي پڳو. مير صوبدار باقي رهيل درٻارين تي حملو ڪري ڏنو. مير صوبدار ڪافي بهادر سپاهي جهٽ پٽ ۾ قتل ڪري ڇڏيا. تنهن ڪان پوءِ سبز خان جانوري مير صاحب تي حملو ڪيو. سبز خان جانوري جڏهن به گهران نڪرندو هو ته به تلوارون چيلهه جي ٻنهي پاسي ٻڌي پوءِ نڪرندو هو ۽ هميشه چوندو هو ته آءٌ هڪ ئي ضرب سان قتل ڪندو آهيان. جڏهن مير صاحب سبز خان کي ايندو ڏٺو ته مير صاحب زوردار نعرو هنيو ۽ سبز خان به نعري جي جواب ۾ چيو ته "ڇوڙ ڏي اپٽي تيغ و سپر". مير صاحب جواب ڏنس ته "آ ته ڇوڙ ڏيوان". جڏهن سبز ويجهو آيو تڏهن مير صاحب اهڙو ته زوردار وار ڪيو جو سبز خان جو پيٽ ڦاٽي پيو ۽ مري ويو. ياد رهي ته جانوري، چانڊيا قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

**چانڊيو، سرمد:** مشهور شاعر سرمد چانڊيي جو اصل نالو سونو خان ولد جمعو خان چانڊيو آهي. هن 20 جولاءِ 1950ع تي ڳوٺ جمال چانڊيي، ضلعي قنبر شهداد ڪوٽ ۾ جنم ورتو سندس تعليم فقط پرائمري آهي، پر باصلاحيت هئڻ ڪري نه رڳو سنڌي پر اردو، سرائيڪي، بلوچي، فارسي ۽ عربي زبانن جي به سُٺي ڄاڻ رکي ٿو موسيقيءَ ۽ راڳ جي سُٺي ڄاڻ رکي ٿو.



سرمد جي شاعريءَ جا ڪيترائي مجموعا ڇپيل آهن، جن ۾ : (1) ’ڪارا ڪٽڇي ريٽا گيت‘، (2) ’مون ڪي سڏ اروڙ جا‘، (3) ’سانوڻ پهرين بوند‘، (4) ’چانڊوڻا چمڪن‘ شامل آهن. هن شهيد جمهوريت محترمه بينظير ڀٽو جي شهادت تي به سنڌي ۽ هڪ اردو ڪتاب لکيا آهن، جن جا نالا: (1) جمهوريت جو چنڊ، (2) جمهوريت جي راڻي ۽ (3) جمهوريت ڪي نويد (اردو) آهن. ان ڪان سواءِ هن شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي راڳ تي مشتمل هڪ ڪتاب ’راڳ شاهه لطيف‘ لکيو آهي، جيڪو اڃا شايع نه ٿيو آهي. سرمد چانڊيو سنڌي ادبي سنگت قنبر جو سيڪريٽري ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جو رابطہ سيڪريٽري رهي چڪو آهي. هن کي بهترين شاعر جو ’سچل اوارڊ‘ ملي چڪو آهي. سرمد چانڊيو هفتيوار اخبار ’چانڊڪا‘ جو ايڊيٽر به رهيو آهي.

**چانڊيو، سريمڻ**: ڄام سمن جي دور ۾ ڪيئي ڪردار اهڙا ٿي گذريا، جن وطن جي حفاظت لاءِ اهم ڪردار ادا ڪيو. سريمڻ خان چانڊيو به انهن مان هڪ مکيہ ڪردار ٿي گذريو آهي. ڄام نندي (1461- 1508ع) جي آخري دور ۾، قنڌار جي ارغون حاڪم مير ذوالنون ارغون، مرڪزي ايشيا ۾ ايندڙ تبديلين سبب سنڌ تي قبضو ڪرڻ جي تياري ڪئي. ان دور ۾ سنڌ جون سرحدون سبي شهر تائين هيون ۽ سنڌ جو لشڪر بولان لَڪَ جي حفاظت ڪندو هو. 1485ع ۾ ذوالنون جو پٽ سلطان محمد سبيءَ تي حملي آور ٿيو. اتي مقرر ٿيل سنڌ جو گورنر بهادر خان شڪست کائي پٺي آيو. 1490ع ۾ دولهه دريا خان ڪثير لشڪر سان سبيءَ تي ڪاهي ويو. سلطان محمد ارغون مارجي ويو ۽ سنڌي لشڪر سبيءَ تي پنهنجو حق حاڪميت بحال ڪري ورتو. ارغون ڄام نندي جي دور ۾ وري سنڌ يا سبيءَ تي حملي آور نه ٿيا. ڄام نندو 1508ع ۾ فوت ٿي ويو. بعد ۾ سندس نا اهل پٽ ڄام فيروز سنڌ جو بادشاهه بنيو.

دريا خان اتر سنڌ ۽ خاص سبي- ڍاڍر ۾ جيڪي سوڀون حاصل ڪيون، انهن ۾ بہئي لشڪر سان گڏ سريمڻ خان چانڊيو پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو. هن پنهنجي قبيلي جي ماڻهن ڪان سواءِ ڪجهه ٻين قبيلن ڪي به پاڻ سان ملايو ۽ دريا خان جي فوجي مدد ڪئي. روايتن موجب دريا خان جي سفارش تي، ڄام نندي وقت جي هن بهادر شخص سريمڻ خان کي هڪ وڏي جاگير ڏني. ان سان گڏ هن کي غيبي خان جو خطاب پڻ مليو. جڳ مشهور


سريمڻ خان چانڊيي جي قبر

محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ’رهاڻ هيرن کاڻ‘ (جلد ڇهون) ڪتاب ۾ جاگير جا تفصيل ڏنا آهن. پاڻ لکي ٿو ته جاگير ۽ خطاب 1501 (907هه) ۾ ڏنا ويا. ان بعد سريمڻ خان جي طاقت وڌي ۽ چانڊيا قبيلي جي سردار طور پڻ هن جو اثر وڌي ويو. اصل سند غيبي ديري جي چانڊين نوابن وٽ صدين کان وٺي محفوظ آهي. خاندان ۾ موجود دستاويز موجب، سريمڻ خان کي مليل جاگير جون حدون هن ريت هيون: اوڀر ۾ باغبان پرڳڻو، جاگير مخدوم بلاول ۽ سردار سجڻ خان مهر جي شڪارگاهه تائين؛ اتر ۾ گهرام خان لاشاري جاگير ۽ سجڻ خان مهر جي شڪارگاهه تائين؛ اولهه ۾ ڪيرٿر، گورک، ڏاڙهيارو ۽ گاج تائين؛ ڏکڻ ۾ پرڳڻو ۽ جاگير دريا خان، مخدوم بلاول جي جاگير باغبان پرڳڻي تائين. سريمڻ خان جي وفات ڪان پوءِ هن جو پٽ وريل خان چانڊين جو اڳواڻ بنيو. هي سلسلو جديد دور ۾ نواب غيبي خان، نواب احمد سلطان، نواب شبير احمد ۽ هاڻي سردار احمد چانڊيي تائين هلندڙ آهي.

هن خطي ۾ چانڊين جي اثر رسوخ جي ڪري، علائقي تي ’چانڊڪا‘ نالو پئجي ويو. مغل دور ۾ چانڊڪا پرڳڻو بکر سرڪار جي تابع هو. ڪلهوڙا دور ۾ جڏهن لاڙڪاڻو شهر وجود ۾ آيو تڏهن چانڊڪا نالي ۽ پرڳڻي جي اهميت گهٽجندي وئي. شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي دور حڪومت (1971- 1977ع) ۾، جڏهن لاڙڪاڻي ۾ ميڊيڪل ڪاليج تعمير ٿيو، تڏهن ڀُٽي صاحب جي حُڪم تي ان جو نالو ’چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج‘ رکيو ويو.

**چانڊيو، شادي خان ۽ سندس مقبرو**: شادي خان ولد سالار خان چانڊيو، ٽالپرن جي دور ۾ سڪرنڊ جو مشهور زميندار ۽ هلندي چلندي وارو شخص ٿي گذريو آهي. شادي خان، خيرپور جي والي مير سهراب خان ٽالپر جو درباري هو. محرم 1205هه ۾ وفات ڪيائين. سندس آخري آرامگاهه تعلقي سڪرنڊ ۾ سندس نالي پويان قائم ڳوٺ شادي خان چانڊيي جي پر ۾ ’راهو رتول قبرستان‘ ۾ موجود آهي. سندس مزار مٿان عاليشان مقبرو جڙيل آهي، جنهن جي ڊيگهه ۽ ويڪر 17x17 فوٽ ۽ اوچائي 26 فوٽ آهي. اڏاوت ۾



پڪيون سرون ۽ گچ گارو استعمال ٿيل آهي. ديوارن تي چن ۽ مٽيءَ جو ليپو ڏنل آهن. گنبذ ابتي گول پيالي وانگر آهي. مرمت نه ٿيڻ ڪري مقبري جي حالت زبون آهي. مقبري ۾ شادي خان چانڊيي سان گڏ سندس گهر واري به دفن ٿيل آهي. ٻنهي قبرن تي ڪو به ڪتبو وغيره لڳل نه آهي.

**چانڊيو، شهمير خان**: ٻارن جو ليکڪ ۽ راڳي شهمير خان چانڊيو، 1944ع ڌاري ٽنڊي ولي محمد، حيدرآباد ۾ ڄائو. 1960ع ڌاري ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد مان فائنل پاس ڪيائين



۽ ان ئي دور ۾ روزاني ’مهراڻ‘ اخبار ۾ سب ايڊيٽر جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. اڳتي هلي سنڌي ادبي بورڊ ۾ ملازم ٿيو، جتان 2002ع ڌاري رٽائر ٿيو. هن شروع ۾ افسانا لکيا ان ڪانپوءِ مضمون ۽ ٻاراڻيون ڪهاڻيون به لکڻ لڳو. سندس لکڻيون:

پيغام سنڌ، بختاور، سرتيون، گل ڦل، مهراڻ، نئين زندگي ۽ ٻين رسالن ۾ شايع ٿيون. سندس ٻارڙين ڪهاڻين جو هڪ مجموعو 'اڏام کٽولي' ڇپائيءَ هيٺ آهي. شهمير خان چانڊيي کي ڳائڻ جو شوق شاگردي واري دؤر کان هو. پاڪستان ٽيلي ويزن تي ڪچهري پروگرام ۾ ڳايائين ۽ ريڊيي حيدرآباد تي ڪيترائي پروگرام ڪيائين. ريڊيي تي طارق عالم جي ڊرامي 'پنهنجو پاڻ خيال' ۾ 'مٽي حڪم ڪربندي هزار' ڪلام ڳائي، ڊرامي کي وڏي مقبوليت ڏياري. قومپرست تحريڪن جي قومي پروگرامن ۾ به ڳائيندو رهيو آهي. سندس ڪيترين علمي، ادبي ۽ سياسي تنظيمن سان واسطو رهيو آهي. سندس خاص فيلڊ ٻارڙو ادب آهي. هن سماجي شخصيتن تي ڪيترا سوانحي خاڪا به لکيا آهن ۽ سماجي ڪمن ۾ حصو وٺندو رهي ٿو. هن وقت ٽنڊي ٺوڙهي، حيدرآباد ۾ رهي ٿو.

**چانڊيو، شهمير خان 'شهمير'**: شهمير خان ولد جلال چانڊيو، 14 اپريل 1894ع تي ٽنڊي ولي محمد، ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. سندس وڏا اصل ۾ ڳوٺ گاهي، تعلقي وارهه، ضلعي لاڙڪاڻي جا رهواسي هئا. هن جو ڏاڏو نواز علي بني علم جو تمام وڏو ڄاڻو هو، جيڪو لاڙڪاڻي مان لڏي اچي حيدرآباد ۾ مقيم ٿيو هو. هن 1912ع ڌاري بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ پاس ڪئي. تعليم جي حصول کان پوءِ روينيوکاتي ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو. هيءُ شاگرديءَ واري دؤر ۾ محمد صديق مسافر، مرزا مدد علي بيگ ۽ ٻين ناليوارن اديبن ۽ شاعرن وٽ پڙهيو. هن جو مزاج نهايت ئي اعليٰ گُڻن وارو هو. هن شاعريءَ ۾ غزل، رباعي، مثنوي ۽ منقبت جهڙين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي. هيءُ بزم ادب حيدرآباد جي بنياد وجهندڙن مان هو. هن جو ڪلام 'گلدستو فقير عرف علامه' جي عنوان سان ڪتابي صورت ۾ ٻن جلدن تي ڇپيل آهي. سندس ڪلام جو پهريون جلد 1936ع ۾ ڇپيو، جنهن ۾ 48 ڪافيون ۽ ٻئي جلد ۾ 200 غزل ۽ ڪافيون ۽ هڪ سُر رامڪلي ۽ ٽيهه اکري شامل آهن. هن تي مرزا قليچ بيگ ۽ مير عبدالحسين سانگيءَ جي شاعري جو گهرو اثر هو.

شهمير خان چانڊيي، 19 جون 1958ع تي وفات ڪئي.

**چانڊيو، عاشق**: نئين ٽهيءَ جي شاعر عاشق چانڊيي جو اصل نالو احمد علي ولد محمد سليمان چانڊيو آهي. سندس جنم 05 فيبروري 1969ع تي



ڳوٺ ايوب خان چانڊيي، تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ ٿيو. تعليم مڊل اٿس. غريب گهراڻي سان واسطو هجڻ سبب وڌيڪ تعليم پرائي نه سگهيو. هن لکڻ جي شروعات 1985ع کان 'آزاريل عاشق' جي نالي سان ڪئي. شروع ۾ ڳائڻ سان چاهه هئس، بعد ۾ مزاحمتي شاعر سرڪش سنڌي ۽ زخمي چانڊيي جي صحبت ۾ اچڻ سبب مٿس شاعرانو اثر پيو. 1991ع ۾ پوليس ڪاتي ۾ ڀرتي ٿيو. عاشق چانڊيو هميشه پنهنجو ڪلام ڳائي پيش ڪندو آهي. سندس شاعريءَ ۾ مزاحمت ۽ طنز و مزاح جو عنصر هوندو آهي. 15 آگسٽ 2003ع تي شهدادپور ۾ مٿس قاتلاڻو حملو ٿيو جنهن ۾ هو پنهنجي گهر واريءَ شاعره ڪبريٰ چانڊيو سميت شديد زخمي ٿيو. هيءُ سنڌي ادبي سنگت شاخ شهدادپور جو سرگرم ڪارڪن آهي. ان کان سواءِ سندس واسطو مختلف سياسي، سماجي تنظيمن سان پڻ آهي. هن 'عائشه پبليڪيشن' (شهدادپور) نالي هڪ پبلشنگ اداري جو بنياد وڌو، جنهن ذريعي مختلف اديبن شاعرن جا ڪتاب ڇپرائيندو رهي ٿو. سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب 'دل جي آڳر تي' (2003ع) ۽ 'لفظن جو رقص' 2009ع) عائشه پبليڪيشن طرفان ڇپيل آهن. ڪاوش گروپ آف پبليڪشن پاران ڇپجندڙ ماهوار هالار ڊائجسٽ ۽ سنڌ رنگ طرفان 'بهترين شاعر' طور مختلف سرٽيفڪيٽ سميت ٻيا ڪيترائي اوارڊ سرٽيفڪيٽ مليل اٿس. روزگار سانگي مستقل طور شهدادپور ۾ رهائش پذير آهي.

**چانڊيو، عبدالحق، مولانا**: ديني عالم، فقيه. مولانا عبدالحق ولد حافظ بلوچ خان چانڊيو، 21 سيپٽمبر 1874ع تي ڳوٺ راوتسر، تعلقي ڇاڇرو، ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڄائو. اڃا ڇهن مهينن جو هو ته سندس والد گذاري ويو. ان کانپوءِ پنهنجي والده ۽ ڏاڏي احمد خان جي تربيت هيٺ رهيو. قرآن شريف جي تعليم پنهنجي ڏاڏي ميان حاجي احمد خان کان ورتائين. وڌيڪ تعليم روهڙيءَ، رپ، حيدرآباد ۽ پير ڳوٺ جي مدرسن مان حاصل ڪري، سيد علي مردان شاهه جي درگاهه ۽ مدرسي پير ڳوٺ مان فارغ التحصيل ٿيو. تعليم پوري ڪري 1893ع ڌاري واپس ڳوٺ آيو. 1898ع ڌاري ڏاڏي حاجي احمد خان جي وفات کانپوءِ خاندان جو پڳدار ٿيو. مولانا عبدالحق ڪجهه وقت ٽپيداريءَ جي ملازمت ڪئي، پر ڇهن سالن بعد استعيفا ڏئي انگريز حڪومت بدران عوام جي خدمت کي ترجيح ڏنائين. ڳوٺ جي آسپاس ننڍا مدرسا قائم ڪرايائين. خلافت تحريڪ ۾ حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، شيخ عبدالمجيد سنڌي، عبدالله هارون، محمد صادق کڏي واري سان گڏ متحرڪ ڪردار ادا ڪيائين. 1898ع ڌاري راوتسر ۾ 'مدرسه مظهرالحق' قائم ڪيائين. مولانا صاحب ڄاڻو طبيب به هو. راوتسر ۾ مدرسي سان گڏ شفا خانو به هلائيندو هو ۽ غريبن جو مفت علاج ڪندو هو. سندس ڪوشش سان 1920 ڌاري راوتسر ۾ 'مسلم اسڪول' رجسٽر ٿيو، جنهن جو هيڊ مقرر ٿيو. 1935ع ۾ شبانه گرلز اسڪول قائم ڪرايائين. هن ليٿو مشين پريس به هٿائي، پر ورهاڱي کان اڳ ڪن ڏِرين ان مشين کي نقصان به رسايو ۽ موجود قلمي نسخا به ڪٽائي ويا. اڳتي هلي، حڪومت پاران 1971ع ۾ سندس ليٿو پريس ضبط ٿي.

مولانا عبدالحق جو هڪ ٻيو ڪارنامو ٿر ۾ 'اونڌو ٻانڊو' نالي سان 9x13 انچي سِر جي مدد سان کوهه ٺاهڻ به آهي. نوَ تيرهي سِر جو ڍانچو هن ئي ٺاهيو، جنهن ذريعي ٿر ۾ کوهن جي اوساري، تعمير ۽ مرمت ڪافي آساني ٿي پئي. ٿر ۾ ڪيترا کوهه سندس هٿن سان تيار ٿيل اڄ به موجود آهن. انگريز دور ۾ راوتسر ۾ پوسٽ آفيس کولرايائين. مولانا صاحب دهلي، اجمير، بمبئي، ملتان، بيت المقدس، شام ۽ ٻين عرب ملڪن جو سفر به ڪيو. 28 جنوري 1939ع تي راوتسر ۾ وفات ڪيائين.

**چانڊيو، عبدالحميد**: نامور ديني عالم، مولوي عبدالحميد ولد مولوي عبدالله چانڊيو، 5 جنوري 1934ع تي سيتا روڊ، ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. سندس والد جيد عالم ٿي گذريو آهي ۽ اصل ملان جي ڳوٺ، ضلعي شڪارپور جو رهاڪو هو ۽ بعد ۾ لڏي اچي سيتا روڊ ۾ رهيو. مولوي عبدالحميد چانڊيي جو تعلق فقه جعفريہ سان هو. هن ابتدائي تعليم ڳنهڙ (ضلعي لاڙڪاڻي) ۾ حاصل ڪئي. عربي، فارسي ۽ ديني تعليم پنهنجي والد وٽان پڙهي وڌيڪ تعليم ٿيڙهي ۽ گوري پهوڙ جي مدرسن ۾ حاصل ڪيائين. سندس والد ديوبند مسلڪ سان وابستہ هو. جنهن ڪيس تعليم ۽ تربيت ان مسلڪ مطابق ڏياري. پر ڏهن عبدالمجيد چانڊيو 26 سالن جو ٿيو تہ سندس طبيعت جو لاڙو فقه جعفريہ طرف ٿيو ۽ هن شيعہ 'اثنا عشريہ' مسلڪ اختيار ڪيو. فن خطابت ۾ وڏي شهرت رکندو هو. سنڌي ۽ اردو زبانن ۾ فصيح ۽ بليغ انداز ۾ تقرير ڪندو هو. هر مسئلي جو حل قرآن پاڪ ۽ حديث جي روشنيءَ ۾ علمي ۽ عقلي دليلن سان پيش ڪندو هو. ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ اهلبيت ڪرام جي ياد ۾ ٿيندڙ مجلسن ۾ گهڻو ڪري ڪيس گهرايو ويندو هو. هر سال محرم الحرام جا ڏهہ ڏينهن پنجاب ۾ مختلف مجلسن ۾ گذاريندو هو. مجلس ۾ مصائب پڙهڻ وقت ٻڌندڙن تي سحر طاري ڪري ڇڏيندو هو. ان ڪري ڪيس 'شهنشاهہ مصائب' بہ سڏيو ويو. مولوي عبدالحميد حق گوئيءَ ۾ بہ مشهور هو. وقت جي ڪنهن حڪمران کان خائف نہ ٿيو. سندس تقريرن جون 50 کان وڌيڪ آڊيو ۽ وڊيو ڪئسٽون رليز ٿيل آهن. مولوي عبدالحميد شروعاتي دور ۾ سياست سان بہ وابستہ رهيو. ڪجهہ عرصو ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ سان گڏ سنڌ هاري ڪميٽيءَ ۾ ڪم ڪيائين. 1970ع کان پوءِ ڪجهہ وقت سياسي طرح شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي سان بہ رهيو.



هن عالم دل جي دوري سبب 2003ع ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرام گاهہ شيخ زيد موڙ قبرستان لاڙڪاڻي ۾ پنهنجي والد جي پير ۾ آهي.

**چانڊيو، عبدالحئي، پروفيسر**: ماهر تعليم ۽ نامور اديب پروفيسر عبدالحئي ولد مولانا محمد قاسم چانڊيو، 1927ع ڌاري ڳوٺ ٺوڙهي بجار، تعلقي قنبر ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ٿيڙهي مدرسي، ضلعي خيرپور مان حاصل ڪرڻ بعد سنڌ مدرسہ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان مئٽرڪ ڏنائين. عربي ۽ فارسي ۾ عالم فاضل جو امتحان پاس ڪري ايم. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. هن مدرسہ دارالهديٰ ٺيڙهي ضلعي خيرپور ۾ درس و تدريس جو آغاز ڪيو. ان کانپوءِ ڇهہ سال ڪوهہ مريءَ ۾ مترجم رهيو. واپس اچي 1960ع ڌاري شاهہ لطيف اورينٽل ڪاليج قنبر جو بنياد وڌائين، جيڪو بعد ۾ سرڪاري تحويل ۾ ورتو ويو. وڏو مذهبي عالم هو. ڪيس سنڌيءَ کان سواءِ عربي، فارسي ۽ انگريزي ٻولين تي بہ دسترس حاصل هئي. هاري ڪاميٽيءَ جي بنيادي ميمبرن مان هو ۽ بزم طالب المولىٰ جو بہ ميمبر رهيو. عورتن جي آزاديءَ لاءِ مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ مضمون لکيائين. هن ذاتي لائبريري بہ قائم ڪئي، جيڪا بعد ۾ قنبر ڪاليج کي ڏيئي ڇڏيائين. سنڌ يونيورسٽيءَ ڄام شوري ۾ ويهن سالن تائين عربي ۽ فارسيءَ جو پروفيسر رهيو ۽ فارسيءَ ۾ پي. ايچ. ڊي ڪندڙ ڪيترن شاگردن جو نگران رهيو. 1986ع ڌاري رٽائر ٿيو. سندس هينيان ڪتاب شايع ٿيا: (1) 'ماروئڙ' (عورتن جي حوالي سان)، (2) 'امرت ويلا' (آتم ڪٿا)، (3) 'اسلام مين عورتون کي حقوق' (اردو).



پروفيسر عبدالحئي، جنوري 2008ع ۾ وفات ڪئي، سندس مدفن قنبر شهر جي قبرستان ۾ آهي.

**چانڊيو، عبدالرحمان**: عبدالرحمان چانڊيو، ڳوٺ نواب غيبي خان چانڊيي، تعلقي قنبر ۾ 1857ع ڌاري ڄائو. ديني تعليم ۽ فارسي پنهنجي ڳوٺ ۾ ئي پڙهيو. هي اڪثر شام جو پنهنجي ڳوٺ ۾ سگهڙن ۽ سياڻن جي محفلن ۾ شريڪ ٿيندو هو. هي قت جي مشهور شاعرن جي صحبت ۾ رهيو. جنهن ۾ شاهہ محمد ديدڙ، حاجي خانڻ، موهن فقير، عارف ڪلهوڙو، چتو سانگي ۽ عبدالڪريم شامل هئا. عبدالرحمان ڪچهريءَ جو ڪوڏيو هو. هن کي بيشمار قصا، ڪهاڻيون ۽ لطيفا ياد هوندا هئا. هن جي ڪلام ۾ نج ديسي ۽ ڳوٺاڻي ماحول جي عڪاسي ڪيل آهي. هن لوڪ ادب جي صنفن جهڙوڪ: هنر، ڳجهارت، دوهو سينگار، ڪافي، لولي، سهرا، نڙ بيت ۽ مناظرن کي پنهنجي شاعريءَ ۾ چٽيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سندس باري ۾ لکيو آهي تہ: "آخوند عبدالرحمان عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ بعد شاگردن کي پڙهائيندو هو. سندس ڪلام گهڻوئي چپيل آهي. هنر ۽ سينگار جا بيت ۽ ٽيهہ اکريون مشهور شاعر شاهہ محمد ديدڙ جي تتبع تي چيائين."

عبدالرحمان چانڊيي 28 جمادي الاول 1344/ 15 ڊسمبر 1925ع ۾ وفات ڪئي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سندس شاعري پنهنجن ڪتابن 'سنڌي ڪافيون' ۽ 'سنڌي سينگار شاعري' ۾ ڏني آهي.

**چانڊيو، عبدالله 'اثر'**: سنڌ جو ناليوارو، شاعر، تعليمدان، تصوف ۽ تفسير جو ڄاڻو عبدالله 'اثر' ولد الهڏنو چانڊيو، 14 جولاءِ 1930ع ڌاري لاڙڪاڻي جي ڳوٺ ٻيڙي چانڊيي ۾ ڄائو. هن 1936ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪئي. ان کان پوءِ ٽريننگ ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ استاد مقرر ٿيو، جتان ترقي ڪري اي. ڊي. آءِ. ايس (سپروائيزر) مقرر ٿيو. هن نوڪريءَ دوران پنهنجي تعليم پڻ جاري رکي. ايم. اي سنڌي فرسٽ ڪلاس فرسٽ ۾ پاس ڪيائين. لاڙڪاڻي جي علمي ادبي ادارن جو ميمبر، سرگرم ڪارڪن ۽ سرپرست رهيو. بزم سچل لاڙڪاڻي جو صدر رهيو. نصاب ڪميٽيءَ جو ميمبر هو. پختو شاعر هو. مسدس، مثنويون، مرثيا، قطعا، رباعيون، سہ حرفيون ۽ نعتون لکيائين. سخن گوئيءَ ۾ 'اُثر' تخلص ڪتب آڻيندو هو. سندس نعتيہ ديوان 'ذڪر حبيب' گهڻو مشهور ٿيو. هن: 'قصيده بانت سعاد'، 'قصيده غوثيہ' ۽ 'قصيده برده' جا منظوم ترجما بہ ڪيا. عبدالله 'اثر' 26 ڊسمبر 1976ع تي وفات ڪئي.



**چانڊيو، عبدالله خان ’همدم‘**: شاعر عبدالله خان ’همدم‘ ولد محمد يوسف چانڊيي، 8 مئي 1914ع تي ميهڙ شهر، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. سندس وڏا اصل غيبي ديري جا رهاڪو هئا. ابتدائي تعليم ۽ مئٽرڪ ميهڙ مان ڪيائين. ان ڪانپوءِ بمبئي يونيورسٽيءَ پڙهڻ ويو. جتان 1934ع ڌاري واپس وريو. 1942ع ڌاري سب رجسٽرار مقرر ٿيو. گهڻو عرصو تعلقي رتيديري ۾ ملازمت ڪيائين. ڪيس شاگرديءَ واري دؤر کان شاعريءَ جو شوق هو. نوڪري ملڻ ڪانپوءِ شاعريءَ جو آغاز ڪيائين. شاعريءَ جي سيني صنفن تي طبع آزمائي ڪيائين. شاعريءَ ۾ ’همدم‘ تخلص ڪتب آڻيندو هو. سندن شاعريءَ جو مجموعو ’ارمغان همدم‘ ڇپيل آهي. هو ’بزم اڪبر‘ ميهڙ جو صدر به رهيو. هن ستين سيپٽمبر 1988ع ۾ وفات ڪئي.

**چانڊيو، عبدالله، مولانا**: سنڌ جو مشهور ناميارو ديني عالم مولانا عبدالله ولد غلام حيدر چانڊيو 19 فيبروري 1902ع تي ڳوٺ ملان چانڊيي (جواب پور چانڊيي)، ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. سنڌي فائنل جو امتحان 1919ع ۾ پاس ڪيائين. فارسي تعليم لاءِ ڳوٺ واصل جي مدرسي ۾ داخل ٿيو ڪن ٻين مدرسن مان پڙهڻ کان پوءِ وڌيڪ ديني علم حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ 1921ع ۾ ’ديوبند‘ دهليءَ ويو. جتي مولانا حسين احمد مدني، مولانا غلام رسول پشاوري، مولانا اعزاز علي کان تحصيل علم ڪيائين. ان بعد واپس موٽي اچي 1933ع ۾ مولانا ڪوهاٽي صاحب وٽ دستاربند ٿيو. ان ڪانپوءِ تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ مدرسي ۾ پڙهائڻ لڳو. مولانا عبدالله چانڊيو پنهنجي وقت جو جيد عالم ٿي گذريو آهي. ڪيس زبان ۽ بيان جي حوالي سان ’سنڌ جو شاهه ولي الله‘ سڏيو ويندو هو. قرآن، حديث، فقه، فلسفي ۽ منطق تي عبور رکندو هو. وڏا وڏا عالم سندس احترام ڪندا هئا. ديني عالم هئڻ سان گڏ وڏو دور انديش شخص هو. هو دين ۽ سياست جي ميلاپ جو مخالف هو. مولانا عبدالله چانڊيي پنهنجي ڳوٺ ملان چانڊيي ۾ مدرسو کولي تعليم ڏيڻ شروع ڪئي. پير شريف جو بزرگ مولانا عبدالڪريم قريشي سندس شاگرد هو ۽ ان مدرسي ۾ پڙهيو هو. ڳوٺ جي وڏيري جي مخالفت سبب اڳتي هلي پير جهنڊي ڳوٺ ۾ مدرسه راشديه ۾ پڙهائڻ لڳو. مولانا صاحب پير جهنڊي، ملان جي ڳوٺ (شڪارپور)، نيڙهي، گوري پهوڙ، شڪارپور، امروٽ، گنهڙ، وارهه، ڪرڙاهه ۽ ٻين مدرسن ۾ پڙهايو.



مولوي عبدالله چانڊيو اعليٰ پايي جو شاعر به هو. شاعريءَ ۾ ’عبد‘ تخلص استعمال ڪندو هو. هن سنڌي، سرائيڪي، عربي ۽ فارسي زبانن ۾ شاعري ڪئي آهي. لوڪ شاعريءَ جي مختلف صنفن، مناجات، مولود، ٽيهه اکرين، معجزن، ڪافين ۽ معراج نامن تي طبع آزمائي ڪيائين. نعت ۽ حمد به لکيائين. هن سنڌيءَ کان سواءِ فارسي ۽ عربيءَ ۾ به شاعري ڪئي. سندس شاگردن مان: (1) علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، (2) مولانا عبدالڪريم قريشي (پير شريف وارو)، (3) مولوي علي محمد حقاني، (4) مولوي محمد شاهه (امروٽ وارو)، (5) مولوي عبدالواحد مهر، (6) مولوي عبدالحئي چانڊيو ۽ ٻيا ڪيترا مشهور عالم ٿي گذريا آهن. سندس تصنيفن ۾: (1) ’تفسير سورة ياسين‘، (2) ’حق الاظهار‘، (3) ’معراج نامه‘، (4) ’افڪار عبيدي‘، (5) ’خلفاءِ ثلاثہ‘، (6) ’مقابلات‘، (7) ’قرآن مجيد جو تفسير‘، (8) ’حضرت عليؓ ٻين اصحابن کان افضل آهن‘، (9) ’چا ڏنو آهي تو‘ (تنقيد) ۽ ٻيا ڪتاب شامل آهن. ڪيس ٽي پٽ ٿيا: عبدالمجيد (سرڪش سنڌي)، مولوي عبدالحميد چانڊيو ۽ عبدالرشيد ماهر (طبي حڪيم).

مولوي عبدالله چانڊيي اپريل 1984ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه لاڙڪاڻي جي لاهوري محلي قبرستان ۾ آهي.

**چانڊيو، علي خان**: سنڌ جو قابل پوليس آفيسر رئيس علي خان چانڊيو ولد رئيس نورنگ خان چانڊيو، 6 نومبر 1918ع تي ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ ڪرم خان چانڊيي (ڪنب چانڊيي) جي هڪ زميندار گهراڻي ۾ ڄائو. سندس وڏا چانڊيا برادريءَ جي ساڪاڻي نُک جا چڱا مڙس هئا. هي اصل غيبي جاگير ۽ پرڏاڏي جي نالي سان ڳوٺ شالو خان تڙ ضلعي لاڙڪاڻي جا رهواسي هئا ۽ سترهين صدي عيسويءَ جي آخر ۾ اچي ميهڙ جي ديهه منگواڻيءَ ۾ آباد ٿيا.



رئيس علي خان پنهنجي ابتدائي تعليم منگواڻي پرائمري اسڪول مان حاصل ڪئي، پوءِ انگريزي پڙهڻ لاءِ ميهڙ هاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتائين. سندس ذهانت سبب ان وقت جي مشهور استاد علامه علي خان ابڙي سندس تعليم تي خاص ڌيان ڏيندي ڪانئس ٻٽا امتحان ڏياريا، جيڪي هن نمايان مارڪن سان پاس ڪيا. اهڙيءَ ريت سنڌ مدرسة الاسلام معرفت بمبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو ۽ سنڌ پرڳڻي ۾ ٻي پوزيشن حاصل ڪيائين. عبدالحميد خان جتوئي، حاجي محمد، عثمان ٻٽ، فلم ايڪٽر شيخ حسن سنڌي، عبدالعليم انصاري سندس هم ڪلاس رهيا. تعليم مان فارغ ٿيڻ شرط نواب غيبي خان چانڊيي ڪيس پنهنجي جاگير جو اعزازي نگران ۽ پنهنجي پوٽي سردار احمد سلطان جو اتاليق مقرر ڪيو ۽ سندس ذهانت ۽ تعليمي اعزاز کي آڏو رکندي ڪيس ڪرسي به عطا ڪيائين. اهڙيءَ ريت سندس شمار امراءَ ۾ ڳڻيو ويندو هو. 1940ع ۾ پوليس کاتي ۾ ڪلارڪ ڀرتي ٿيو ۽ ٽن سالن ۾ کاتي اندر ٽينڊڙ امتحانن ۾ نمايان پوزيشن حاصل ڪري شيٽ ڪلارڪ ۽ پوءِ اڪائونٽنٽ مقرر ٿيو. پاڪستان جي وجود ۾ اچڻ کان پوءِ 1950ع ۾ پوليس ۾ سڌيءَ طرح ڀرتي شروع ٿي ته ان ۾ اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر مقرر ٿيو ۽ سڄيءَ سنڌ مان ٽريننگ ۾ ٻي پوزيشن ڪٽڻ جو اعزاز به حاصل ڪيو. ڇهن مهينن بعد سب انسپيڪٽر جي عهدي تي ترقي حاصل ڪيائين ۽ اهڙي طرح سنڌ پرڳڻي ۽ چانڊيا قبيلي مان پهريون پوليس آفيسر بڻيو. هي ڌوهارين خلاف سخت عملدار ۽ ايماندار آفيسر ليکيو ويندو هو. پوليس سروس دوران ڪيس سوين ميڊل، انعام ۽ سرٽيفڪيٽ مليا. علي خان چانڊيي کي سنڌ جي قابل پوليس آفيسرن ۾ شمار ڪيو ويندو هو. مشهور شخصيتن: ذوالفقار علي ڀُٽي، نواب اڪبر بُگٽيءَ، جنرل ٽِڪا خان، رسول بخش پليجي، محمد ابراهيم جويي،

مخدوم محمد زمان طالب المولیٰ وغيره سان ويجهڙائپ رهيس. هن راڄوڻي فيصلن ۾ به مکيه ڪردار ادا ڪيو. جانورين ۽ چانڊين جي تڪرار ۾ چاليهه جانيون ضايع ٿيون. هن ڪوشش وٺي ڌرين کي ڪير ڪنڊ ڪري خونريزيءَ کي هميشه لاءِ ختم ڪرائي ڇڏيو. ان ڪان سواءِ هن چانڊيا قبيلي جي بهتريءَ لاءِ ڪيترا ڪم ڪيا.

علي خان چانڊيو سنڌي، بلوچي، بروهي، سرائيڪي، انگريزي، اردو ۽ فارسي ٻوليون ڳالهائي سگهندو هو. قرآن پاڪ جي تلاوت پر سوز انداز ۾ ڪندو هو. هي سنڌ جو روايتي مهمان نواز ۽ ڪچهرين جو مور، ملنسار، سخي ۽ امن پسند هو. 1972ع ۾ ڊي. ايس. پيءَ جي عهدي تان سياسي بنيادن سبب زوريءَ رٽائر ڪيو ويو. 22 مارچ 1998ع تي وفات ڪيائين. کيس اباڻي قبرستان ۾ دفنايو ويو. جيڪو کيرٿر جي آخري دامن ۾ جبل البدر جي ماٿريءَ ۾ آهي.

**چانڊيو، غلام رباني**: ناميارو فنڪار غلام رباني ولد سجاول فقير چانڊيي ڏهين مئي 1966ع تي ڳوٺ ننگر خان چانڊيي، تعلقي موري ۾ جنم ورتو. کيس ننڍپڻ کان ئي راڳ جو شوق هو. سنڌ جي پلوڙ راڳي چاڪر خان چانڊيي کان راڳ جي سکيا ورتائين. غلام رباني چانڊيو هن وقت تائين سنڌ جي اڪثر مشهور درگاهن ۽ ميلن تي ڳائي چڪو آهي. ريڊيو ۽ ٽي. وي جو مقبول فنڪار آهي. فن جي مڃتا طور ڪافي انعام حاصل ڪيا اٿس. سندس ڪيترين ئي آڊيو، وڊيو ۽ سي ڊي ڪيسيٽون جاري ٿي چڪيون آهن. محمد قاسم ماڪا جي 'AA' ڪمپنيءَ هن جي ڳايل ڪلامن جون ڪيتريون ڪيسيٽيون جاري ڪيون آهن، جن وڏي مقبوليت ماڻي آهي.



**چانڊيو، غلام عباس**: غلام عباس چانڊيو ڳوٺ الله بخش چانڊيي، تعلقي سڪرنڊ، ضلعي نوابشاه (هاڻوڪي ضلعي بينظيرآباد) ۾ 1960ع ڌاري ڄائو. سندس پيءُ پنهل خان چانڊيو پ پ جو نامور سياستدان ۽ ايم. آر. ڊي تحريڪ جو اهم ڪردار رهيو آهي. غلام عباس، شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان سنڌيءَ ۾ ايم. اي ڪئي. سندس خانداني طور سياسي وابستگي پيپلز پارٽيءَ سان رهي. هن 1983ع ۾ جنرل ضياء الحق جي آمريت خلاف جمهوريت جي بحاليءَ واري تحريڪ (M.R.D) ۾ ڀرپور حصو ورتو. آسپاس جي ڳوٺن جي مشاورت سان 9 آڪٽوبر 1983ع تي بلدياتي چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيائين. ايم. آر. ڊي دوران شهيد ٿيلن جي سوڳ ۾ هن وڏو جلوس ڪڍايو ۽ نيشنل هاءِ وي تي شهيدن جي قرآن خواني ڪرائي. قرآن خوانيءَ دوران فوجين ماڻهن کي روڊ خالي ڪرڻ لاءِ چيو پر هنن انڪار ڪيو. نتيجي طور فوجين جي فائرنگ ۾ 16 بيگناهه ڳوٺاڻا شهيد ٿي ويا ۽ ڪيترا زخمي ٿيا، جن کي نوابشاه فوجي



ڪئمپ ۾ رکيو ويو. سندس والد پنهل خان چانڊيي کي گرفتار ڪري مٿس سخت تشدد ڪيو ويو. جنهن تشدد ڪان هو جانبر نه ٿي سگهيو.

غلام عباس چانڊيو 1988ع دوران پ پ پ ضلعي نوابشاهه جو صدر مقرر ٿيو. 1988ع ۾ شهيد بينظير ڀٽو جي وزيراعظم هئڻ دوران سنڌ جي وزيراعلیٰ جو صلاحڪار ٿيو. ان بعد 1990ع وارين چونڊن کان پوءِ ڄام صادق علي جي حڪومت دوران ڪيس جهاز اغوا ڪيس ۾ گرفتار ڪيو ويو. 1993ع جي اليڪشن مهم دوران 5 جون 1993ع سڪرنڊ روڊ تي گاڏيءَ سان پيش آيل حادثي ۾ وفات ڪري ويو.

**چانڊيو، غلام قادر**: ناليوارو سياسي اڳواڻ غلام قادر ولد پنهل خان چانڊيو، 15 آڪٽوبر 1961ع تي ڳوٺ الله بخش چانڊيي، تعلقي سڪرنڊ، ضلعي نواب شاه (هاڻوڪي ضلعي بينظيرآباد) ۾ پيدا ٿيو. پنهنجي ڳوٺ مان پرائمري تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ مئٽرڪ ايچ. ايم. خواجه (ڊي. سي) هاءِ اسڪول نوابشاه مان، انٽر گورنمينٽ سائنس ڪاليج سڪرنڊ مان، بي. اي سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ۽ ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪيائين. 3 اپريل 1990ع تي ايس. ڊي. ايم مقرر ٿيو. بعد ۾ ملازمت تان استعيفا ڏئي، سياست جو آغاز ڪيائين. پيپلز پارٽيءَ جي نامزدگيءَ سان مارچ 1994ع ۾ ڇهن سالن لاءِ سينيٽ جو ميمبر چونڊيو. ان عرصي دوران سينيٽ جي مختلف اسٽئنڊنگ ڪميٽين جو به ميمبر رهيو. 1996ع ۾ پ پ ضلعي نوابشاهه جو صدر ٿيو. نوازشريف ۽ جنرل مشرف جي دور ۾ مٿس ڪيترا ڪيس داخل ٿيا ۽ جيل به ڪاٽيائين. آگسٽ 1998ع ۾ پاڪستان آرمي، سنڌ لاءِ اعزازي اسٽيمينٽ رڪروٽمينٽ آفيسر مقرر ٿيو. هن 1983ع ۽ 1986ع دوران ايم. آر. ڊي هلچل ۾ پنهنجي والد پنهل خان چانڊيي سان گڏ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. 'اينٽي ڪالا باغ ڊيم موومينٽ' جو ڊسٽرڪٽ ڪنوينر مقرر ٿيو. 1998ع تي پاڪستان عوامي اتحاد سکر ڊويزن جو ڊويزنل صدر چونڊيو. آگسٽ 1999ع ۾ پيپلز پارٽي، سنڌ جو قائم مقام نائب صدر ۽ سکر ڊويزن لاءِ قائم مقام ڊويزنل صدر مقرر ٿيو. هن شهيد محترمه بينظير ڀٽو ۽ سينيٽ جي چيئرمين وسيم سجاد سان گڏ، سعودي عرب، برطانيا، مصر، آمريڪا ۽ ڪئناڊا جا سرڪاري دورا به ڪيا. 2002ع وارين چونڊن ۾ صوبائي اسيمبلي سنڌ جو ميمبر منتخب ٿيو. هيومن رائٽس ڪميشن آف پاڪستان ۽ سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جو ميمبر پڻ آهي. غلام قادر چانڊيو 2008ع وارين چونڊن ۾ ايم. اين. اي چونڊيو ويو آهي.



**چانڊيو، قادر بخش 'مخلص'**: ناميارو شاعر ۽ اديب قادر بخش 'مخلص' ولد صحبت خان چانڊيو، 23 مارچ 1952ع تي ڳوٺ گهنور خان چانڊيي، تعلقي ساماري، ضلعي عمرڪوٽ ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪئي. بنيادي طور زميندار آهي. سندس شاعريءَ ۾ استاد مشهور عوامي شاعر محمد هوت 'مجرم' لغاري هو. قادر بخش 'مخلص' 1978ع ۾ ٽنڊي جان محمد ۾ 'صائم اڪيڊمي' قائم ڪئي، جنهن 'ونا پٽ پراڻ'

ڪتاب شايع ڪيو. 1979ع ۾ 'تاج اڪيڊمي جهڏو' قائم ڪيائين. جنهن 'ڏونگر ڏک مَ ڏي' ڪتاب شايع ڪرايو. هن جي ڪوشش سان 'چانڊيا پبليڪيشن' جو بنياد به پيو. جنهن طرفان پهريون ڪتاب 'سنيها سرير جا' شايع ٿيو. 'چانڊيا ويلفيئر ائسوسيئيشن' جو نشر و اشاعت سيڪريٽري، سنڌ ڪلچرل سوسائٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري ۽ رهبر ادبي سوسائٽي گهنور خان چانڊيي جو رابطا سيڪريٽري به رهي چڪو آهي.

**چانڊيو، قمرالدين** (رانديگر): والي بال جو مشهور رانديگر قمرالدين ولد احمد خان چانڊيو، 7 نومبر 1936ع تي ڳوٺ گنهڙ تعلقي قنبر ۾ ڄائو.



1947ع ڌاري پرمانند هرداس هاءِ اسڪول دادوءَ ۾ پڙهڻ دوران والي بال راند ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيائين. 1950ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ ٿيل سنڌ ٽورناميںٽ ۾ پهريون دفعو ٽريننگ ڪاليج لاڙڪاڻي طرفان نيٽ تي ڪيڏيو بهترين راند ڪيڏڻ تي ان وقت جي مشهور والي بال رانديگر استاد ٿارل ڪيس پاڻ سان ڪيڏايو. هن ڪي استاد ٿارل 'ننيڙي' جي نالي سان سڏيندو هو. اڳتي هلي ان نالي سان مشهور ٿيو. هيءُ تعليم کاتي ۾ ملازم هو. ارڙهين گريڊ ۾ رٽائر ڪيائين.

**چانڊيو، قيصر خان**: مشهور سياسي ۽ سماجي اڳواڻ قيصر خان ولد جان محمد چانڊيو، 1933ع ڌاري ڳوٺ شادي خان چانڊيي، تعلقي سڪرنڊ، ضلعي نوابشاهه (بينظيرآباد) ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ والد سان گڏ زميندار ڪرڻ ۽ سياست ۾ به حصو وٺڻ لڳو. ابتدا ۾ ضلعي ڪائونسل نوابشاهه جو ميمبر چونڊيو. هن 'چانڊيا وليجز اينڊ ڪوآپريٽو' نالي سان هڪ ننڍي سطح جي نجِي بئنڪ قائم ڪئي. جيڪا وڏي عرصي تائين ڪم ڪندي رهي. هن وليج ايجوڪيشن بورڊ تعلقي سڪرنڊ جي چيئرمين جي حيثيت سان تعلقي ۾ ڪيترائي اسڪول قائم ڪرايا. سندس ڪوشش سان علائقي ۾ ڪيترائي ترقياتي ڪم ٿيا. غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جي ويجهن ساٿين مان هو. 1983ع واري ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران سڪرنڊ ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪيائين. جنهن دوران گرفتار ٿي



پهرين نوابشاهه جيل، پوءِ سينٽرل جيل سکر ۾ قيد ٿيو. جنهن دوران مٿس ڪافي تشدد به ڪيو ويو. ايم. آر. ڊي تحريڪ دوران پيپلز پارٽيءَ جي سنڌ ڪائونسل جو ميمبر هو. غلام مصطفيٰ جتوئيءَ سان گڏ 1986ع ۾ پيپلز پارٽيءَ تان استعيفا ڏئي نيشنل پيپلز پارٽيءَ ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. قيصر خان چانڊيي جا انصاف وارا فيصلا مشهور هئا. هن نامور سماجي اڳواڻ ۽ سياستدان، 21 آڪٽوبر 2006ع تي وفات ڪئي.

**چانڊيو، ڪلثوم اختر**: ڪلثوم اختر چانڊيو جو شمار دادو ضلعي جي سرگرم سياستدانن ۾ ٿئي ٿو. هن 10 مارچ 1965ع تي ڳوٺ گل محمد چانڊيي، تعلقي خيرپور ناٿن شاهه، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان اقتصاديات جي مضمون ۾ ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي ڪئي اٿس. وڪالت جي پيشي سان لاڳاپيل رهي آهي. سندس والد مرحوم الهه بخش چانڊيو پيپلز پارٽيءَ جي بنيادي ڪارڪنن مان هو. ڪلثوم اختر سياسي زندگيءَ جي شروعات 1982ع کان ڪئي. نائين درجي ۾ پڙهندي هئي ته سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي گرلس ونگ ۾ شامل ٿي. ضياء الحق جي مارشل لا دوران ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين ۽ عورتن ۾ جمهوريت جي بحاليءَ واري تحريڪ بابت اتساهه پيدا ڪيائين. 1986ع ۾ احتجاج دوران رينجرز جي فائرنگ ۾ شديد زخمي ٿي پئي، ان هوندي به اڄ تائين پارٽيءَ سان وفاداريون نڀائيندي اچي.



2008ع وارين چونڊن لاءِ شهيد بينظير ڀٽو کيس عورتن جي مخصوص سيٽ لاءِ نامزد ڪيو جنهن بعد چونڊن ۾ ايم. پي. اي چونڊجي آئي. ان دوران هن پنهنجي ڪوٽا تحت علائقي ۾ ترقياتي ۽ فلاحي ڪم ڪرايا آهن. هن وقت شهيد محترمه سان گذاريل سياسي ويجهڙائپ وارين يادگيرين کي محفوظ ڪري رهي آهي. سندس شادي پير نياز محمد شاهه سان ٿي. پ پ ليڊيز ونگ، ضلعي دادوءَ جي صدر آهي.

**چانڊيو، محمد باقر خان**: ناليوارو حڪيم محمد باقر خان ولد محمد حيات چانڊيو 14 صفر 1207هه مطابق 1793ع ڌاري ڳوٺ ستاڻي چانڊيي ۾ ڄائو. ابتدائي طور غيبي ديري جي مدرسي ۾ مولانا محمد يونس وٽ قرآن پاڪ جي تعليم سان گڏ فارسي ۽ عربي پڙهيو. سورهن سالن جي ڄمار ۾ چڱو علم حاصل ڪيائين. چانڊين جي قبيلي جي سردار نواب ولي محمد خان جنگي ٺوڙهي هن کي پنهنجو ڪاتب مقرر ڪيو. نواب ولي محمد لغاريءَ کي ٽالپرن چانڊڪا پرڳڻي جو گورنر مقرر ڪيو. جنهن جي نواب ولي محمد چانڊيي سان خانداني دوستي هئي ۽ اڪثر پاڻ ۾ خط و ڪتابت ڪندا هئا. نواب ولي محمد خان لغاري خطن جا نرالا مضمون ۽ اکر ڏسي نواب ولي محمد چانڊيي کان ڪاتب بابت پڇا ڪئي. جنهن کيس مهمد باقر جي ڄاڻ ڏني. گورنر نواب ولي محمد لغاري سردار ولي محمد چانڊيي کان محمد باقر جي گهر ڪئي. اهڙيءَ طرح محمد باقر نواب صاحب وٽ طب جو علم پڙهڻ ۽ دفتر جو ڪم سنڀالڻ لڳو. 1815ع ڌاري علم طب جو ڪورس مڪمل ڪيائين ۽ حڪيم خليفي محمد باقر جي نالي سان مشهور ٿيو. انهيءَ سال 1815ع ڌاري يوناني شاهي شفاخانو ڪوليائين ۽ پوءِ نواب علي محمد چانڊيي جو شاهي حڪيم مقرر ٿيو.

**چانڊيو، محمد حسن:** نامور شاعر حاجي محمد حسن چانڊيو، 1910ع ڌاري ڳوٺ ٻيلهاڻي، تعلقي ۽ ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ ڄائو هيءُ نواب غيبي خان چانڊيي جي دربار ۽ ڪچهري جو شاعر هو نواب غيبي خان سان سندس والهانه محبت هئي. سندس ٻه ڪتاب: (1) 'مدحيات' (مدح) 1929ع ۽ (2) 'پاڪ دامن' (هاروت ۽ ماروت جو قصو) 1929ع ۾ شايع ٿيل آهن، جن ۾ غزل، ڪافيون، معجزا، مدحون، ڏور ۽ بيت شامل آهن. جيڪي اڪثر نواب غيبي خان جي ڪچهريءَ ۾ پڙهائيندو هو. هن 1956ع ۾ وفات ڪئي.

**چانڊيو، محمد يوسف خان:** ناميارو سياستدان رئيس محمد يوسف خان چانڊيو، 1913ع ڌاري ڳوٺ سوبي خان، ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. شروعاتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائين، جنهن کانپوءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان مئٽرڪ پاس ڪري زميندراي ڪمن ۾ مشغول ٿي ويو. 1932ع ۾ مسلم ليگ جي پليٽفارم تان سياست ۾ داخل ٿيو. سنڌ جي بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ کان پوءِ 1937ع ۾ هو سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. پهريائين شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي آزاد سنڌ پارٽيءَ جو ميمبر رهيو. پوءِ جدا جدا پارٽين جو ميمبر ٿي رهيو. ون يونٽ تائين سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهندو آيو. 1949ع کان 1953ع تائين ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو صدر ٿي رهيو. 1953ع ۾ پيرزادي عبدالستار جي وزارت ۾ وزير صحت مقرر ٿي رهيو. 1962ع ۾ ايوب خان جي دؤر ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. بعد ۾ ڪيس پارلياماني سيڪريٽريءَ جو عهدو ڏنو ويو. 1967ع ۾ روينيو ڪميٽيءَ جو ميمبر چونڊيو. 1970ع وارين چونڊن ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تان قومي اسيمبليءَ جي چونڊ وڙهيو. پر ناڪام ٿيو. سندس مقابلي ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو باني چيئرمين ذوالفقار علي ڀٽو ڪامياب ٿيو.



1977ع واري اليڪشن ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي ٺٽي ضلعي مان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ٺٽي جي ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جي صدر هئڻ جي حيثيت ۾ هن 1950ع ۾ سجاول ۾ ايم. ڪي. چانڊيو هاءِ اسڪول قائم ڪرايو. سجاول جي پنجاه بسترن واري تعلقي اسپتال پڻ رئيس محمد يوسف خان چانڊيي جي ڪوشش جو نتيجو آهي. ان کانسواءِ ٺٽي، سجاول پل جي تعمير ۾ به هن مرڪزي ڪردار ادا ڪيو. ملڪ جي اهم شخصيتن کانسواءِ پرڏيهي شخصيتن اڳوڻي شهنشاهه ايران رضا شاهه پهلوي، مارشل ٽيٽو، افغانستان جي صدر ظاهر شاهه، ابوظهبي جي شيخ زيد بن النهيان ۽ ڊيوڪ آف ايڊمبرا سان سندس دوستاڻا تعلق رهيا. هن 15 جنوري 1978ع تي وفات ڪئي. سندس اولاد ۾ اڪيلو پٽ رئيس محمد موسيٰ خان آهي.

**چانڊيو، منير:** نوجوان اديب منير چانڊيو، 8 آڪٽوبر 1983ع تي قنبر ۾ ڄائو. پرائمريءَ کان انٽرميڊيٽ تائين قنبر ۾ پڙهيو. بي. اي ۽ ايم. اي (سنڌي) سنڌ يونيورسٽيءَ ڄامشوري مان ڪيائين. 2003ع ۾ سنڌي شاگرد تحريڪ جي مرڪزي ڪميٽيءَ جو ميمبر چونڊيو. 2008ع ۾ سنڌي ادبي فورم جو مرڪزي سيڪريٽري چونڊيو. سنڌي شاگرد تحريڪ، سنڌي ادبي فورم، سنڌي ادبي سنگت، عوامي تحريڪ، لبرل فورم پاڪستان، انجمن ترقي پسند مصنفين ۽ ٻين تنظيمن جو ميمبر رهي چڪو آهي. سندس ڪالم سنڌي زبان جي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجندا رهن ٿا.

منير چانڊيي جا هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) 'ڪيف ڌاران ڪوءِ' (ناول: ٻه ڇاپا)، (2) 'پاڪستان جا بحران ۽ اُنهن جو حل' (ڊاڪٽر مبشر حسن جي ڪتاب جو ترجمو)، (3) 'انساني حقن جا معاهدا' (ترجمو).

منير چانڊيو هڪ سماجي اداري 'سينٽر فار پيس اينڊ سول سوسائٽيءَ' جو پبليڪيشن آفيسر ۽ هڪ پراجيڪٽ 'سنڌ ريسورس سينٽر' جو انچارج رهيو ۽ ان اداري جي تحقيقي ۽ اڪيڊمڪ جرنل ٽماهي فريڊم' جو سب ايڊيٽر به رهيو آهي.

**چانڊيو، منير احمد:** سماجي ڪارڪن، ڊرامه نگار ۽ رانديگر منير احمد چانڊيو، 1 اپريل 1943ع تي لاڙڪاڻي شهر ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم لاڙڪاڻي مان حاصل ڪئي. 1965ع ۾ بي. اي ۽ 1975ع ۾ ايل. ايل. بي جو امتحان پاس ڪيائين. ڪيس ننڍي هوندي کان ڪرڪيٽ جو بي انتها شوق هو. 72-1970ع ڌاري ورلڊ اليون پاران ڪراچيءَ جي دؤري وقت ويسٽ انڊيز جي ڪپتان ڪلائيو لائيڊ ۽ ڪالي چرن کي نيٽ پريڪٽس بالنگ منير چانڊيي ڪرائي هئي، پر هڪ سنڌيءَ جي حيثيت ۾ ڪرڪيٽ ٽيم ۾ شامل ٿيڻ وارو سندس خواب پورو ٿي نه سگهيو.

منير احمد چانڊيو انويسٽمينٽ ڪارپوريشن آف پاڪستان ۾ 1966ع ۾ ملازم ٿيو ۽ اتي ايمپلائيز فرنٽ جو بنياد وڌائين. 1968ع کان 1982ع تائين ان فرنٽ جو جنرل سيڪريٽري رهيو. 1971ع کان 1986ع تائين پاڪستان بينڪس ايمپلائيز فيڊريشن جو جوائنٽ سيڪريٽري ۽ 1982ع کان 1987ع تائين ڊپٽي سيڪريٽري رهيو. هيءُ سٺو ڊراما نگار به رهيو آهي. سندس هيٺيان ڊراما ٽي. ويءَ تي نشر ٿيا آهن: (1) 'چيمپئن'، (2) 'ديسي سيٺ ڪجن'، (3) 'سوداگر' ۽ (4) 'ساحل'.

هن روسي صدر برزنيف جي سوانحي ڪتاب جو انگريزيءَ مان 'ڪنواري ڌرتيءَ' جي نالي سان ترجمو ڪيو. سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئشن جي باني ميمبرن مان آهي ۽ 1985ع کان 1987ع تائين ان جو جنرل سيڪريٽري به رهيو. منير احمد چانڊيي سال 1974ع ۾ 'سنڌ رورل ورڪس ڪوآپريٽو آرگنائيزيشن' جو بنياد وڌو، جنهن جو صدر رهيو. هن دنيا جي مختلف ملڪن مان تربيت حاصل ڪئي آهي. ڪيس انٽرنيشنل ليبر آرگنائيزيشن (ILO) پاران مجتا طور پئجيرو جيپ ڏني وئي. منير احمد چانڊيي ڪيترا اوارڊ به حاصل ڪيا آهن.

**چانڊيو، مولا بخش:** پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو سينيئر اڳواڻ ۽ قانون جو وفاقي وزير مولا بخش ولد جمعو خان چانڊيو، ڀهرين سيپٽمبر 1952ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو. هن 1966ع ڌاري نور محمد هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ ڪئي ۽ پوءِ مسلم سائنس ڪاليج، حيدرآباد مان انٽرميڊئيٽ ڪيائين. 1981ع ۾ سنڌ لا ڪاليج مان ايل. ايل. بي ڪيائين. شروعات ۾ ڪجھ عرصو وڪالت جي پيشي سان لاڳاپيل رهيو. شاگرديءَ واري دؤر ۾ سرگرم شاگرد اڳواڻ رهيو ۽ اڳتي هلي پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو.



1988ع ۾ ان وقت جي وزيراعليٰ سيد قائم علي شاھ جو صلاحڪار ٿيو. 1992ع واري پ پ حڪومت ۾ هو بيت المال سنڌ جو چيئرمئن رهيو. ادب ۽ شاعريءَ سان چاھ رکندڙ مولا بخش چانڊيو مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ به لکندو رهيو آهي. سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب 'ڀٽن ڀريا ويس' ۽ 'شبنمي بوندون' ڇپيل آهن. ان کان سواءِ ٻه نثري ڪتاب 'فڪرِ ڀٽو' ۽ 'ذڪر زندان جو' به شايع ٿيل آهن.

مولا بخش چانڊيو، شهيد بينظير ڀٽو ۽ آصف علي زرداريءَ جي ويجهن ساٿين ۾ شمار ٿئي ٿو. پيپلز اسٽڊي سرڪل جو سربراھ رهيو آهي. کيس 2009ع ۾ سينيٽر چونڊيو ويو ۽ اپريل 2011ع ۾ کيس وفاقي وزارت قانون جو قلمدان ڏنو ويو آهي. مولا بخش چانڊيو پنهنجي تڪ جي ترقياتي ۽ سماجي ڪمن ۾ اڳيرو رهيو آهي.

**چانڊيو، مير محمد خان:** ناميارو سياستدان مير محمد خان ثاني ولد غيبي خان چانڊيو، 27 فبروري 1900ع ڌاري غيبي ديري ۾ ڄائو. ابتدائي طور پنهنجي ڳوٺ جي جامع مسجد جي پيش امام مولوي علي محمد جانوريءَ وٽ قرآن پاڪ جي تعليم پڙهيو. ان کان سواءِ فارسيءَ ۾ سڪندرنامي جي تعليم به حاصل ڪيائين. 1936ع ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان آزاديءَ کان پوءِ 1937ع جي چونڊن ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 1940ع ۾ مسجد منزل گاھ تحريڪ ۾ شامل رهيو. ان کان سواءِ سنڌ زميندار ڪانفرنس جي مرحبائي ڪميٽيءَ جو ميمبر به رهيو. مير محمد چانڊئي 1950ع ۾ وفات ڪئي.



**چانڊيو، نظام الدين:** ناميارو شاعر نظام الدين ولد عبدالله 'اثر'، ڀهرين آگسٽ 1948ع تي ڳوٺ ٻيڙي چانڊيي، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. تعليم جي لحاظ کان ايم. اي، ايم. ايڊ ۽ ايل. ايل. بي آهي. تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ ڪلارڪ مقرر ٿيو. ان کانپوءِ تعليم کاتي ۾ استاد ٿيو. هيءُ علم عروض ۽ مادهِ تاريخ ڪڍڻ ۾ ماهر هو. سنڌيءَ سميت سرائيڪي، اردو ۽ فارسي ٻولين چڱيءَ ريت ڄاڻندو هو. شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪيائين. شاعريءَ ۾ 'مفتي' ۽ 'ناظم' تخلص ڪتب آندائين. 'بزم اثر' جو سرپرست ۽ جنرل سيڪريٽري ۽ بزم سچل لاڙڪاڻي جو نائب صدر رهيو. سندس ڪلام مختلف سنڌي رسالن ۾ شايع ٿيندو رهيو آهي. سندس ٻه ڪتاب: (1) 'اگر مگر' ۽ (2) 'تاجدار ڪربلا' ڇپيل آهن.

هن 1996ع ڌاري وفات ڪئي.

**چانڊيو، نواب شبير احمد خان:** اڳوڻو ايم. اين. اي ۽ چانڊيا قبيلي جو سردار نواب شبير احمد ولد نواب احمد سلطان چانڊيو، 3 نومبر 1950ع تي ڳوٺ غيبي خان چانڊئي، تعلقي قنبر ۾ پيدا ٿيو. هن ڪوئيٽا ۾ تعليم حاصل ڪئي. اسڪول ۾ پڙهڻ دوران ڪرڪيٽ جو اوپننگ بئٽسمين، هاڪيءَ جو گول ڪيپر ۽ فوٽ بال جو رانديگر به رهيو. هن جي مشغلن ۾ شڪار به شامل آهي. نواب شبير احمد 1989ع کان سياست ۾ پير پاتو. 1984ع ۾ هو باضابطه طور پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو. پ پ ضلعي لاڙڪاڻي جو 15سال صدر رهيو. سياسي ڪيسن ۾ ڪيترا دفعا جيل به ويو. پ پ پ جي ٽڪيٽ تان 93- 1990ع، 95-1993ع ۽ 99-1997ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر (ايم. اين. اي) رهيو. 1990ع جي اليڪشن ۾ سندس مقابلو ممتاز علي ڀٽي سان ٿيو، جنهن ۾ نواب شبير چانڊيي کٽيو هو. 1993ع جي اليڪشن ۾ هن جو مقابلو پنهنجي والد نواب احمد سلطان سان ٿيو جيڪو مسلم ليگ (ن) جو اميدوار هو. پيءُ کي هارائي، پ پ جي ٽڪيٽ تان ڪامياب ٿيو. 1997ع ۾ دبئيءَ جي مهمانن سان گڏ شڪار ڪندي هڪ حادثي ۾ سندس ڪرنگهي جي هڏي ڀڄي پئي، جنهن جو علاج هن آمريڪا مان به ڪرايو، پر صحتياب نه ٿي سگهيو. جنهن کانپوءِ آخر تائين وِيل چيئر استعمال ڪندو هو. 2002ع واري اليڪشن ۾ هن پنهنجيءَ جاءِ تي وارھ جي تڪ لاءِ نجم الدين ابڙي کي نامزد ڪيو، پر نجم الدين ابڙي کي پ پ پاران ٽڪيٽ نه ملڻ تي هن جا پ پ سان اختلاف ٿيا ۽ ضلعي صدر واري عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏيائين. شهيد محترمه بينظير ڀٽو جي چوڻ کان پوءِ نواب شبير احمد استعيفا واپس ورتي، پر پارٽيءَ کان ڪنارا ڪش رهيو. 21 جنوري 2004ع تي اڳوڻي وزيراعليٰ سنڌ سردار علي محمد مهر جي چوڻ تي مسلم ليگ (ق) ۾ شموليت اختيار ڪيائين. ڊسمبر 2004ع ۾ سنڌ جي وڏي وزير ارباب غلام رحيم سنڌ ۾ ضلعن جي حدن جي ڦير ڦار ڪري چار نوان ضلعا ٺاهيا ته انهن ۾ ضلعو قنبر به شامل هو، پر جڏهن ڏهن ڏينهن اندر ضلعي جو نالو شهدادڪوٽ ڪيو ويو ته علائقي جي ماڻهن سخت رد عمل ظاهر ڪيو. ان دوران احتجاجي ريليءَ ۾ پوليس اهلڪارن هٿان چار شهري شهيد ٿيا. نواب شبير احمد خان ان واقعي جي سخت لفظن ۾ مذمت ڪندي، ضلعي جي بحاليءَ لاءِ جدوجهد جي سرواڻي ڪئي. نتيجي طور ضلعي جو نالو 'قنبر- شهداد ڪوٽ' رکيو ويو. نواب شبير احمد خان 2005ع جي بلدياتي چونڊن ۾ نئين ضلعي جو پهريون ضلعي ناظم منتخب ٿيو ۽ سندس پٽ نوابزادو سردار خان چانڊيو قنبر تعلقي جو تعلقي ناظم چونڊيو ويو. نواب شبير احمد چانڊيي، چانڊيا قبيلي سميت مختلف ذاتين جا ڪيترا فيصلا ۽



شبير احمد چانڊيو. چانڊيا قبيلي سميت مختلف ذاتين جا ڪيترا فيصلا ۽ نبيرا ڪيا. چانڊين کي مليل نَوَ لکي جاگير بہ وٽس هئي، جنهن ۾ ڪيترا تاريخي ماڳ، ڏيڻون ۽ ڊورا شامل آهن. نواب شبير احمد چانڊيي کي ٽي پٽ ٿيا: نوابزادو سردار خان، نوابزادو برهان خان، ۽ نوابزادو ريحان خان. نواب شبير احمد چانڊيي 28 جون 2009ع تي وفات ڪئي. سندس وفات کان پوءِ پٽس نوابزادي سردار احمد خان چانڊيي کي قبيلي جي سرداريءَ جي پڳ ٻڌرائي وئي.

**چانڊيو، نواب غيبي خان:** چانڊيا قبيلي جي سردار، نواب غيبي خان چانڊيي جو اصل نالو علي نواز خان ولد سردار محمد خان چانڊيو هو.



هن 25 ڊسمبر 1872ع تي ڳوٺ غيبي ديري (تعلقي ۽ ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ) ۾ جنم ورتو. نواب غيبي خان نَوَ لکي جاگير جو مالڪ هو. هيءَ جاگير سمن حڪمرانن سندس خاندان جي بهادر سردار سريمڻ چانڊيي کي بهادريءَ عيوض ڏني هئي. سندن اها جاگير غيبي ديري قنبر کان وٺي ميهڙ ۽ وارهه تعلقن ۽ جيڪب آباد ۽ شهدادڪوٽ تائين ڦهليل هئي. نواب غيبي خان جي ڏاڏي سريمڻ خان کي شاهه بيگ ارغون جي ڪاهه وقت ڄام نظام الدين (ڄام نندي) جي وزير دولهه دريا خان جي مدد ڪرڻ ۽ شاهه بيگ ارغون سان مقابلو ڪري قنڌار فتح ڪرڻ جي ڪري انعام طور جاگير ملي هئي. نواب غيبي خان معمولي پڙهيل هو. پنهنجي پيءُ سردار محمد خان چانڊئي ۽ وڏي ڀاءُ جي قتل کان پوءِ پڳ جو وارث ٿيو. 1894ع ۾ چانڊين جي قبيلي جو سالار ۽ پڳدار ٿيو. نواب غيبي خان انگريزن جو ساٿاري هو. چانڊين ۽ مگسين جي شاهي جرڳي ۾ سوڀ ماڻيائين. نيڪ نفيس، بلند اخلاق، صاف گو ۽ انصاف پسند شخص هو. هندو مسلمان ۾ فرق نہ ڪندو هو. رعيت جو خيرخواهه ۽ چانڊين جو جان نثار هو. گهڻو ڪري راجوڻا فيصلا پاڻ ڪندو هو. چانڊيا قبيلي جا ماڻهو سندس فيصلي کي حرف آخر سمجهندا هئا. نواب غيبي خان جي ڪچهري غريب يا امير لاءِ عام هوندي هئي. شڪار جو گهڻو شوقين هو. نواب غيبي خان سنڌ ۾ نالي وارو توپچي ليکيو ويندو هو. سندس قبيلائي طاقت بابت لاڙڪاڻي جي ان وقت جي ڪليڪٽر سيد هاشم رضا انگريز سرڪار کي لکيو هو تہ وٽس ڇهن پوليس ٿاڻن جيتري طاقت (Force) موجود آهي. گهٽ پڙهيل هجڻ جي احساس سبب پنهنجي زندگيءَ ۾ پڳدار پوٽي سردار احمد سلطان چانڊيي کي جديد تعليم ڏيارڻ لاءِ ماهر تعليم علي خان ابڙي کي ڪل وقتي استاد مقرر ڪيائين، جيڪو ان دور ۾ ماهوار پنج سئو رپيا پگهار کڻندو هو ۽ جنهن 20 مهينن جو اڳواٽ پگهار ورتو هو. نواب غيبي خان 1920ع ۾ خلافت تحريڪ جي سب ڪميٽيءَ جو اجلاس پنهنجي بنگلي تي سڏايو جنهن ۾ تحريڪ جا اڳواڻ جان محمد جوڻيجو، پير تراب علي شاهه راشدي، پير علي انور شاهه ۽ ٻيا اڳواڻ شريڪ ٿيا. بعد ۾ نواب غيبي خان، سر شاهنواز خان ڀٽي جي گروپ ۾ شامل ٿيو.

نواب غيبي خان کي 25 مارچ 1945ع تي شهنشاهہ برطانيا 'سر' جو خطاب ڏنو غريبن جو مددگار هو. ڪيترن کي ذاتي خرچ تي حج ڪرايائين ۽ ڪيترين يتيم نياڻين کي شاديءَ لاءِ روڪ رقم ڏنائين. نواب غيبي جا چانڊيي جا فيصلا اڄ بہ تاريخي حيثيت رکن ٿا. چانڊيا قبيلي جو هيءُ ٽيٽيهون سردار 04 ڊسمبر 1954ع تي وفات ڪري ويو. سندس وفات کان پوءِ نواب مير محمد چانڊيو، نواب احمد سلطان چانڊيو، سردار نواب شبير احمد چانڊيو سردار ٿيا. جڏهن تہ هاڻي نوابزاده سردار خان چانڊيو چانڊيا قبيلي جو سردار آهي.

**چانڊيو، نور احمد:** نوراحمد ولد حاجي امير احمد 'امير' چانڊيو پهرين جنوري 1958ع تي ڳوٺ شادي خان چانڊيي، تعلقي سڪرنڊ، ضلعي شهيد بينظيرآباد (نواب شاهہ) ۾ ڄائو. پرائمري تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪيائين.



مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول موري مان ڪرڻ بعد انٽر مهراڻ ڪاليج موري مان ڪيائين. ڪيس نندي هوندي کان ئي ادب سان شوق رهيو. سنڌ جي نامياري مزاحمتي شاعر ۽ اديب خاڪي جويي سان گڏ سڪرنڊ ۾ سنڌي ادبي سنگت ۾ سرگرم رهيو ۽ تنظيم جو پهريون جوائنٽ سيڪريٽري ٿيو. هيءُ سنو ڪهاڻيڪار بہ آهي. سندس پهرين ڪهاڻي 'مري ٿيا نہ مات' نالي سان اروڙ پبليڪيشن موري پاران شايع ٿي. ان کان سواءِ سندس ڪهاڻيون ۽ شعر مليرڊائجسٽ ۽ ماهوار سهڻيءَ 'اداره روشن ادب' سڪرنڊ ۽ 'اداره گلشن ادب' (ٽنڊي محمد خان) رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. شاگرديءَ جي زماني کان وٺي سياست ۾ حصو ورتائين. لالا قادر ۽ مظهر بلوچ ۽ ٻين ساٿين سان گڏجي حيدرآباد پريس ڪلب ۾ سنڌي شاگردن جي تنظيم 'ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن' جو بنياد وڌائين، ۽ هو ان جو مرڪزي جوائنٽ سيڪريٽري مقرر ٿيو. 'ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن' جي 'سنڌ پيپلز اسٽوڊنٽس فيڊريشن' (سپاف) ۾ ضم ٿيڻ بعد هيءُ 1973ع ۾ سپاف ضلعي نوابشاهہ جو صدر مقرر ٿيو. 1983ع ۾ سنڌ پيپلز يوٿ جو پهريون تعلقي صدر، ضلعي نوابشاهہ جو صدر، مرڪزي سينئر نائب صدر ۽ سکر جو ڊويزنل صدر بہ رهيو. ان عرصي دوران ڪجهہ وقت 'چانڊيا اتحاد' تعلقي سڪرنڊ جو صدر بہ رهيو. گهڻو عرصو پيپلز پارٽيءَ ۽ پوءِ مرتضيٰ ڀٽي جي پارٽيءَ سان وابستہ رهيو. مرتضيٰ ڀٽي جي شهادت کان پوءِ پاڪستان مسلم ليگ (ق) ۾ شموليت اختيار ڪيائين. هن وقت مسلم ليگ (ق) تعلقي سڪرنڊ جو صدر ۽ سنڌ ڪائونسل جو ميمبر آهي.

**چانڊيو، نورالدين 'نور' مولانا:** مولانا نورالدين ولد خاوند ڏنو چانڊيو، پهرين مارچ 1927ع تي ڳوٺ ڏائو جي واڻ، ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ ڄائو هن مختلف مدرسن مان علم جي تڪميل ڪئي. تعليم جي حصول کانپوءِ هن پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز درس و تدريس سان ڪيو هي مدرسي ۾ عربيءَ جو استاد هو مولانا نور الدين بهترين مقرر هو هيءُ سنو شاعر بہ هو شاعريءَ ۾ 'نُور' تخلص ڪتب آڻيندو هو. سندس شاعريءَ جي ڇپيل ڪتابن جا نالا هن ريت آهن: (1) 'موج نور'، (2) 'ڪليات نور'، (3) 'ديوان نور' ۽ (4) 'شعلہ نور'. سندس وفات جي تاريخ معلوم نہ ٿي سگهي آهي.

**چانسلر** (Chancellor): هيءُ هڪ عهدو آهي، جيڪو اعليٰ عهديدارن، اعليٰ عدالتن جي ججن ۽ انتظامي عملدارن جي لاءِ ڪتب آندو ويندو آهي. جرمنيءَ ۾ رياست جي سڀ کان وڏي وزير کي 'چانسلر' چيو ويچي ٿو جڏهن ته ڪنهن بادشاهه يا سفارتخاني جي سيڪريٽريءَ کي به چانسلر چئجي ٿو. آمريڪي يونيورسٽين جي اندر اعليٰ انتظامي عملدار کي به چانسلر جو عهدو مليل هوندو آهي. انگلنڊ ۾ چانسلر يا لارڊ جو عهدو وزيراعظم يا صدر جي برابر هو. پر نئين برطانوي پارلياماني نظام ۾ وزيراعظم جي عهدي کي ان تي برتري حاصل آهي. پاڪستان ۾ سنڌ سميت هين صوبن جا گورنر ۽ يونيورسٽين جا چانسلر هوندا آهن. جن جي ماتحت وائيس چانسلر هوندا آهن، جيڪي يونيورسٽيءَ جي اندروني معاملن وغيره جا انتظامي عملدار هوندا آهن.

**چانگ** [1]: چانگ ذات آهي. هي لفظ چانگي يا اُٺ ڏانهن نسبت ڏيکاري ٿو جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته چانگ معنيٰ 'اٺ لڏڻ، ڏارڻ يا پالڻ' وارا. سماٽ نسل توڙي بلوچ نسل جا متينءَ ڪرت سان لاڳاپيل ماڻهو چانگ ذات جا سڏجن ٿا. چانگن لاءِ روايت آهي ته: 'چانگ' ڪانگڙا علائقي جا جت آهن ۽ گهرڻ جا هتي ذاتين وارا سندن مائٽ آهن. چانگن لاءِ مشهور آهي ته هي چانگ خان گورچاڻيءَ جو اولاد آهن. هن ذات وارن جا هيٺيان پاڙا آهن: احمداڻي، باراڻي، پانڊياڻي، نوڪراڻي، ڪنگاڻي، دوستلياڻي، ريحاڻي، فتجاڻي، لڏياڻي، مانجهياڻي، ميراڻي، غازياڻي، گاهياڻي، ڪنگاڻي، ڪوهوناڻي (ڪوها راڻي) ۽ ميواڻي وغيره. اهڙيءَ ريت رندن، جتن ۽ سمن ۾ به چانگن جو هڪ پاڙو آهي.

رندن ۾ هن ذات وارن جو مؤرث اعليٰ منو خان هو منې خان جي پٽ باگي خان ڪرڙيءَ واري جنگ ۾ حصو ورتو هو. باگي خان جي وفات کان پوءِ سندس پنجن پٽن مان وڏي پٽ غلام قاسم خان ثانيءَ تي پڳ آئي. موجوده وقت ۾ غلام قاسم جو فرزند علي مردان، ضلعي خيرپور ۾ پنهنجي برادريءَ جو چڱو مڙس آهي.

تاريخدانن چانگن کي جت ڄاڻايو آهي. عام سنڌين وانگر چانگ قد جا پورا پنا ۽ رنگ جا سانورا ٿين ٿا. سنڌ جي تاريخي ماخذ 'جنت السنڌ' جي مصنف رحيمداد خان مولائي شيدائيءَ چانگن کي گورچاڻين جي شاخ سڏيو آهيءَ سندن به پاڙا سنجراڻي ۽ ڪچاڻي ڄاڻايا آهن، جن مان سنجراڻين جو شجرو هن ريت آهي: فيروز خان پٽ مردان علي خان پٽ سنجر پٽ مراد علي پٽ جيوڻ خان.

چانگ ساريـن پوکڻ جا ماهر آهن. ميرن جي اوائلي دؤر ۾ تعلقي ڄاتي ضلعي ٺٽي طرف، جتن ۽ چانگن جي وچ ۾ هڪ وڏي جنگ لڳي، جنهن کي 'چاٽي واري جنگ' يا 'جتن ۽ چانگن جو مارو' سڏيو ويو ان جنگ ۾ چانگن جو سردار شير خان چانگ ماريو ويو بدلي ۾ چانگن به جتن جي سردار شير خان کي قتل ڪيو. چانگ قبيلو سڄيءَ سنڌ ۾ آباد آهي. لاڙ پاسي چانگ قبيلي مان تعلق رکندڙ رئيس ڪمال خان چانگ وڏي شهرت ۽ حيثيت وارو آهي، مڪاني حڪومتن واري نظام ۾ بدين ضلعي جو ناظم به رهي چڪو آهي.

**چانگ** [2]: جيڪب آباد ويجهو 'چانگ' نالي هڪ ريلوي اسٽيشن به آهي.

**چانگ** [3]: ضلعي خيرپور جي تعلقي فيض گنج ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ جو نالو. جهڙوڪ: پڪا چانگ ۽ ڪچا چانگ.

**چانگرو**: تعلقي قنبر جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ مياڻي نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**چانگ، ساجن**: مشهور سگهڙ ۽ نڙائي ساجن ولد محمد ابراهيم چانگ، 1947ع ڌاري ڳوٺ ملي خان چانگ، تعلقي ٽنڊي غلام حيدر، ضلعي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. ساجن چانگ نڙ وڄائڻ جو ماهر فنڪار آهي. سانجن چانگ، نڙ جا بيت ڪهڙي به داستان جا هجن، گهٽوڪري لوڙائو راڳڻيءَ ۾ ڏيندو آهي. هن جو سؤڻ عيدن خان پنهنجي وقت جو وڏو سگهڙ ٿي گذريو آهي ۽ اهو به نڙ تي بيت ڏيندو هو سندس پهريون استاد به اهوئي هو ان کان پوءِ ڪجهه وقت اسحاق فقير جي شاگرديءَ ۾ رهيو ڪيس ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي 1970ع ۾ پهريون پيرو امداد خواجه، منظور نقوي ۽ غلام حسين شيخ رڪارڊ ڪيو. مشهور ٽي. وي براڊڪاسٽر عبدالڪريم بلوچ 1972ع ڌاري ڪيس پي. ٽي. ويءَ تي آندو ۽ هن نڙ بيت پيش ڪيا. سنڌ ٽي. وي، ڪي. ٽي. اين ۽ هين چينلن تي ڪيترا پروگرام ڪري چڪو آهي. ساجن چانگ، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي نڙ بيتن گڏ ڪرڻ ۾ ڪافي معاونت ڪئي. ڪيس ڪيترا اوارڊ مليا آهن، جن ۾: جلال ڪٽي اوارڊ، سانوڻ فقير لاڙ اوارڊ، سنڌ اوارڊ، لعل شهباز اوارڊ ۽ 'سنڌ صدين کان اوارڊ'. ساجن چانگ جي شاگردن جو حلقو ڪافي وسيع آهي. گهنور ڪالرو، بنگل چوهاڻ، فضل دائيداڻو عظمت لاشاري سندس قابل ذڪر شاگرد آهن.

**چانگ، ڪمال خان**: ڪمال خان چانگ، بدين ضلعي جو ناميارو زميندار آهي. هي بدين ضلعي جو ناظم رهي چڪو آهي. سنڌس پاڪستان پيپلزپارٽيءَ سان پراڻو تعلق آهي. هن جو سهُرو مرحوم محمد يوسف چانگ آهي، جيڪو 1985ع جي چونڊن ۾ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو هو. 2 آگسٽ 2001ع جي ضلعي ناظمن واري چونڊ ۾ ڪمال چانگ جو مقابلو عبدالستار سريوال جهڙي مضبوط اميدوار سان ٿيو ۽ اُن کان چونڊ کٽي ورتائين. ڪيس بدين ضلعي ۾ سٺي سياسي پذيرائي حاصل آهي. پيپلزپارٽيءَ جي اعتماد جوڳن اڳواڻن مان سمجهيو وڃي ٿو.



**چانگو** [1]: چانگو، اُٺ جو توصيفي نالو آهي. جيئن ته اٺ کي ڊگهين ڄنگهن جي ڪري 'ڄانگهو' به چيو ويندو هو اُن ڪري، اهو لفظ اڳتي هلي 'چانگو' ٿي ويو شاهه لطيف ۽ ٻين ڪلاسيڪي شاعرن اُٺ لاءِ 'چانگي' جو لفظ عام استعمال ڪيو آهي. مثال طور:

آءُ راڻا رهه رات،

تنهنجي چانگي کي چندن چاريان! (شاهه)

**چانگو** [2]: تعلقي ميرو خان جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ رحيمداد جي واند، تيرهن پور ۽ مسمان الهه رکي ڳوٺ شامل آهن.

**چانگو راهوجا**: تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه، جنهن ۾ مظهرالدين بروهي (محمد مراد بروهي)، ولي محمد جيهو، چانگو راهوجا، گهانگرا، خدابخش بروهي، خانڻ راهوجا ۽ علي محمد جلباڻي ڳوٺ شامل آهن.

[illegible]: ٿرپارڪر ۾ ٻورلي جي پرسان هڪ پٽ جو نالو آهي.

**چانور (Rice)**: چانور پاڪستان جو اهم اناج وارو فصل آهن. هن فصل جي پوک ڪڻڪ کانپوءِ ٻئي نمبر تي ڪئي وڃي ٿي. سنڌ ۾ چانورن جي فصل کي ساريون (Paddy Rice) چيو وڃي ٿو. هي فصل خريف جي اهم فصلن طور پوکيو وڃي ٿو. اسان جي ملڪ جي 30 سيڪڙو آباديءَ جي خوراڪ جو دارومدار چانورن تي آهي. چانورن جي فصل کي صدين کان انساني خوراڪ ۾ وڏي اهميت رهي آهي. هن وقت به چانور فلپائين، ٿائيلنڊ، چين ۽ بنگلاديش جي انساني آباديءَ جي مکيه خوراڪ رهيا آهن. چانورن يا سارين جي پوک دنيا اندر قديم زماني کان ڪئي وڃي ٿي. چانورن جو فصل سڀ کان پهرين خوراڪ واري فصل (Food Crop) طور ايشيا ۾ پوکيو ويو. چين جي قديم لکتن مان معلوم ٿئي ٿو ته پنج هزار سال اڳ به هن علائقي ۾



چانور مکيه فصل طور راجا ۽ مهاراجا پوکائيندا هئا. چانورن جو اصلي وطن ڏکڻ اوڀر ايشيا وارا ملڪ سمجهيا وڃن ٿا. بعد ۾ هي فصل اتر ايشيا ڏانهن پکڙيو اهڙيءَ طرح چانور پنهنجي اصلي هنڌ کان ڏکڻ ۽ اوڀر ڏانهن پکڙيا، جنهن جو سبب انساني آباديءَ جي لڏپلاڻ آهي. هي فصل انڊونيشيا ۾ 1500 ق. م ۾ پوکيو ويو، جڏهن ته سريلنڪا ۾ چانور 543 ق.م کان به اڳ پوکيا ويندا هئا، جيڪي شايد خشڪ فصل طور پوکبا هئا. جپان ۾ چانورن جو فصل 100 ق.م دوران چين ذريعي متعارف ٿيو. چانورن جو فصل برازيل، وچ ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ پورچوگيزن متعارف ڪرايو. هوائي (Hawaii) ۾ چانورن جو فصل 1853ع ۾ متعارف ٿيو. جڏهن ته آسٽريليا ۾ تجارتي لحاظ کان چانورن جو فصل 1924ع ۾ شروع ٿيو.

چانورن جي وڌيڪ پيداوار لاءِ پوکيءَ جي سڌريل طريقن کي ڪم آندو وڃي ٿو. جنهن ۾ جديد زرعي ٽيڪنالاجي شامل آهي. اڄڪلهه نئين ٽيڪنالاجيءَ ۾ هائبرڊ جنسون، ٻيجاري جي تياري، رونبي جا نوان طريقا، ڪيميائي ڀاڻ، پئراشوٽ ٽيڪنالاجي، سارين جي لاباري ۽ ڳاهه لاءِ مشينن جو استعمال عام جام آهي.

چانورن کي ٿري اُچار ۾ 'چاڻ' چوندا آهن. شاهه لطيفؒ پنهنجي شاعريءَ ۾ 'چاڻ' لفظ هن ريت ڪتب آندو آهي ته:

"منجهان لنب لطيف چئي، چاڻ ڪيو چاڙهين".

**آبهوا (Climate)**: چانورن جو فصل گرم آبهوا سان موافقت رکي ٿو. پاڪستان ۾ چانورن جو فصل خريف يا اونهاري جي موسم ۾ پوکيو وڃي ٿو. جڏهن ته هن فصل جي وڌيڪ پيداوار لاءِ گرم ۽ نيم گرم علائقا موافق سمجهيا وڃن ٿا، جتي پاڻيءَ جو جهجهو بندوبست ٿيل هجي. چانورن جي فصل جي جياپي لاءِ وڌيڪ گرمي پد ۽ گهڻي سج جي روشنيءَ جي ضرورت پوي ٿي. هن فصل جي واڌ لاءِ گرميءَ جو درجو 20 ڊگري سينٽي گريڊ کان 38 ڊگري سينٽي گريڊ ضروري آهي. آبهوا جي لحاظ کان چانورن جي پيداوار لاءِ گرمي، فصل کي لاڳيتي تازي پاڻيءَ جي ضرورت ۽ مناسب زمين جو هجڻ لازمي آهي. چانورن جو فصل 22 ڊگري سينٽي گريڊ يا مٿين گرميءَ جي درجي تي ڪجهه علائقن ۾ ڪاميابيءَ سان پوکي سگهجي ٿو ۽ اهو گرميءَ جو درجو 4 کان 6 مهينن لاءِ مستقل هئڻ ضروري آهي.

**زمين (Soil)**: چانورن جي فصل جي پوکيءَ لاءِ چيڪيون ۽ لٽاشيون زمينون بهتر سمجهيون وڃن ٿيون. چانورن جو فصل ڪجهه حد تائين زمين جو ڪلر برداشت ڪري ٿو. جڏهن ته چانور 4.5 کان 8.5 پي. ايڇ واري زمين ۾ پوکيا وڃن ٿا. جنهنڪري چانورن جي فصل لاءِ ڳري ساخت واريون زمينون بهتر آهن.

**چانورن جي پوک جا طريقا (Methods of Paddy Cultivation)**: چانورن جي پوکيءَ لاءِ زمين ۽ پاڻيءَ جو مهيا ٿيڻ لازمي آهي. چانورن جي پوکيءَ وارن ملڪن ۾ ٻه عام طريقا استعمال ھيٺ آهن. جنهن ۾ هڪ سڌي پوکي (Direct Seeding) ۽ ٻيو رونبو (Transplanting) آهي. پوکيءَ جي ٻنهي طريقن ۾ بنيادي فرق اهو آهي ته رونبي واري طريقي ۾ پهرين ٻيجارو تيار ڪيو ويندو آهي ۽ بعد ۾ اهو تيار ٿيل ٻيجارو زمين ۾ رونبو ڪيو ويندو آهي. جڏهن



چانورن جي پوک

ته چانورن جي سڌي پوک لاءِ ٻج زمين اندر گهميل يا خشڪ حالت ۾ ڇٽي يا قطارن ذريعي پوکيو ويندو آهي. اُهو طريقو انهن ملڪن ۾ بهتر آهي، جتي آبپاسيءَ جو پاڻي گهٽ ۽ ضابطي هيٺ آهي. اسان جي ملڪ ۽ خاص ڪري سنڌ جي حالتن ۾ رونبو سارين جي پوک لاءِ عام عمل آهي. اسان جي حالتن ۾ سارين جي سڌي پوک ڪن سببن جي ڪري ڪامياب نه آهي، چو ته اُن لاءِ زمين جي درست سنوت (Precision Land Leveling) سان گڏ پاڻيءَ جو وافر تعداد ميسر هئڻ، ان کي بهتر ضابطي ۾ آڻڻ ۽ گندگاهه ڪڍڻ جا مسئلا وغيره اهميت رکن ٿا. اهڙيءَ طرح هتي سارين جي سڌي پوک تمام ٿوري پيماني تي ٿئي ٿي.

**سڌي پوک جا طريقا** (Direct Seeding Method): دنيا جي مختلف ملڪن ۾ سارين جي سڌي پوک جا ٽي طريقا عمل هيٺ آهن:

**ڇٽ يا مٽيءَ واري ناڙي** (Broadcasting or Drilling on Mud): هن طريقي موجب زمين کي پوکيءَ کان اڳ 5 کان 6 ڏينهن جالارو پاڻي ڏئي ريجايو ويندو آهي. بعد ۾ زمين آلي يا گهميل حالت ۾ داڦ ذريعي تيار ڪري، گندگاهه زمين ۾ شامل ڪري ان کي سڙڻ يا ڳرڻ ڏنو ويندو آهي ۽ پوءِ سارين جي پوکيءَ لاءِ زمين کي تيار ڪبو آهي. ٻج جي پوکائيءَ دوران زمين مان واڌو يا اضافي پاڻي ڪڍي ڇڏبو آهي ته جيئن پوک جا سلا اثرائتي نموني اپرن ۽ مضبوط ٿين. هن طريقي موجب خشڪ ٻج يا اڳواٽ ڦُٽل ٻج هڪجهڙائيءَ ۾ ڇاٽو ڪبو آهي يا خشڪ زمين ۾ 38 ڪلوگرام في ايڪڙ جي حساب سان ناڙي ڪبي آهي.

**پاڻيءَ اندر ڇاٽو** (Broadcasting in Water): هن طريقي موجب سنڌ جي ڏاکڻي علائقي، لاڙ ۾ سارين پوکيون وڃن ٿيون، جنهن لاءِ تيار زمين ۾ پاڻي ڏئي ٻج ڇٽيو ويندو آهي. سارين لاءِ زمين خشڪ حالت ۾ تياريءَ بعد اهڙين زمينن ۾ ٻن کان ٽن ڏينهن لاءِ 5 کان 10 سينٽي ميٽر جالارو پاڻي ڏبو آهي. بعد ۾ ٻج ٻينل پاڻيءَ اندر 45 کان 55 ڪلوگرام في ايڪڙ جي حساب سان ڇٽ ڪبو آهي. اهڙيءَ طرح نَون سلن جي تندرست واڌ لاءِ زمين مان واڌو يا اضافي پاڻي ڪڍي ڇڏجي. بعد ۾ صرف 2.5 سينٽي ميٽر جو ته ڇڏيو وڃي.

**چانو ڪنڀار**: تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هينيان ڳوٺ شامل آهن:

احمد خان مغل، خان محمد، عبدالغني، محمد بوٽا، نور محمد بروهي، محمد خان ٽالپر، يوسف ٽالپر، وساڻ، خدا بخش لغاري، ابراهيم مير بحر، عرض محمد رائيداڻو، ملوڪ ماڇي، دلشير پنجابي، بشير پنجابي، گل محمد نظاماڻي، فقير محمد پنجابي ۽ محمد خان رائيداڻو.

**چانهہ** (Tea): چانهہ جي پوک جي شروعات چين ۾ 2737 ق. م کان ٿيئي وڃي ٿي. جتان پوءِ سڄيءَ دنيا ۾ پکڙجي وئي. چين جي بادشاهه شين ننگ کي جڏهن اندر جي صفائيءَ جو جنون ٿيندو هو ته پاڻيءَ جي ديڳ ڪاڙهائي اُن جو پاڻي پيئندو هو. هڪ دفعي قدرتي پيدا ٿيل چانهہ ٻوٽي جا پتا ان



پاڻيءَ ۾ ڪري پيا، جنهن پاڻيءَ بادشاهه کي تازگي بخشي. معلوم ڪرڻ تي هن کي خبر پئي ته پاڻيءَ ۾ چانهہ جون پتيون ڪري پيون هيون. ان کانپوءِ چانهہ هڪ ناياب ٻوٽو شمار ڪيو ويو انڊيا ۾ به روايت آهي ته مهاتما ٻڌ جڏهن ڏيان گيان کان واپس موٽيو ته پاڻ سان گڏ چانهہ ۽ ان جو ٻج کڻي آيو ان کان پوءِ انڊيا ۾ چانهہ جي پوک شروع ٿي. يورپ ۾ چانهہ 1559ع ڌاري پهتي.

1664ع ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ چانهہ جو سير ڪن انگلنڊ جي بادشاهه چارلس-II کي تحفي طور ڏياري موڪليو پوءِ ته ٻن سالن اندر انگلنڊ جي معاشري ۾ چانهہ فيشن بڻجي وئي. هن وقت دنيا جي جملي آدمشماريءَ جي ٽئين حصي کان وڌيڪ پاڳو چانهہ پيئندڙ آهي. هندستان ۾ گهڻي چانهہ آسام ۾ ٿئي ٿي. سريلنڪا ۾ چانهہ جي پوک ويجهڙائيءَ ۾ شروع ٿي آهي. برما ۾ به چانهہ جي پوک چڱي انداز ۾ ٿئي ٿي.

چانهہ جي ٻوٽن ۾ هينيان جزا صحت لاءِ نقصانڪار ٿيندا آهن:

(1) **ٿين** (Theini): هي ڪار جهڙو زهري جزو آهي، جيڪو ٿوريءَ دير لاءِ چانهہ پيئندڙ کي چست ڪندو آهي، پر ساڳئي وقت ذهن کي سست ڪندو آهي. ان جزي کان سواءِ چانهہ جو لطف گهٽجي وڃي ٿو.

(2) **ٽئنن** (Tainin): هي به هڪ زهريلو جزو آهي، جيڪو 15 سيڪڙو چانهہ مان حاصل ٿئي ٿو اهو جزو معدي ۾ هاضمي جي رس کي بگاڙي ٿو جنهنڪري هاضمو خراب ٿيو وڃي.

ان کان سواءِ چانهہ ۾ ڪافور وانگر اڏامندڙ تيل جو هڪ قسم به موجود آهي، جيڪو چانهہ ۾ خوشبوءِ پيدا ڪري ٿو. اهو وقتي طور چستي پيدا ڪري ٿو پر ان جي اثر ختم ٿيڻ تي جسم سُست ۽ ڪمزور ٿيو پوي. چانهہ قدرتي طرح ٻک ۽ ننڊ وڃائي ٿي. گُردن کي ڍلو ڪري پيشاب کي وڌائي ٿي. مغز جي پردن کي خشڪ ڪري هاضمو خراب ڪري ٿي. چانهہ سوا ٽي سيڪڙو ۽ ڪافي ساڍا چار سيڪڙو انساني جسم ۾ يورڪ ائسڊ پيدا ڪري ٿي، جنهنڪري مٽي جي سور، وائي سور، مغز جي موڳائي، ننڊ ۾ خلل، دمڪشي، اکين جون خرابيون، پيشاب ۾ پٿري ۽ ذيابيطس وغيره جهڙيون بيماريون پيدا ٿين ٿيون، جيڪي انسانن لاءِ هاڃيڪار آهن.



چانهہ جو هڪ ٻيو قسم سبز چانهہ (Green Tea) آهي، جيڪو به ساڳئي قسم جي هڪ ٻوٽي مان ملي ٿو هن قسم جي چانهہ جي ٻوٽي جي پتين کي چُني، سُڪائي 24 ڪلاڪن کان پوءِ ڪڙهائيءَ ۾ مخصوص وقت تائين ڪاڙهي يا پنن کي سيڪڻ يعني ٻاڦ ذريعي ٺهڪائي ٺاهي وڃي ٿي. هيءَ چانهہ ڪاري چانهہ جي مقابلي ۾ گهٽ نقصانڪار ٿئي ٿي. هن جو رنگ ساواڻ مائل ٿيندو آهي.

آمريڪي ماهر ڊاڪٽر ليسٽر ميجر موجب سائي چانهہ ۾ وٽامن سي ۽ اِي وڌيڪ هوندا آهن. سائنسدانن جي تحقيق موجب هيءَ چانهہ معدي ۽ چمڙي جي سرطان کي نه صرف گهٽ ڪري ٿي، پر انهن کان بچڻ جو اهم ذريعو به آهي. هن چانهہ ۾ E.G.C.G نالي هڪ مادو هوندو آهي، جيڪو Anti Oxidant هوندو آهي. چين ۾ هيءَ چانهہ قوت مدافعت مضبوط ڪرڻ

۾ هاضمي جي نظام لاءِ استعمال ڪئي وڃي ٿي. ڪاري چانهه سان دماغ جا پردا خشڪ ٿين ٿا پر هن چانهه سان دماغ ۾ رت جي دوري کي تحرڪ ملي ٿو هيءَ چانهه بالائي بنفشي شعائن (Ultra Violet Rays) جي نقصانن کان چمڙيءَ کي محفوظ رکي ٿي. ويسٽرن ريزرو يونيورسٽيءَ جي ماهر محققن مطابق سائي چانهه سج جي تپش سبب چمڙيءَ تي ٿيندڙ الرجي ۽ ٻين تڪليفن کان بہ ڇوٽڪارو ڏياري ٿي. يونيورسٽي آف ڪئنساس جي سائنسي ماهرن موجب سائي چانهه ۾ A, B, C جا ڪيميائي مادا موجود هوندا آهن. جن جي استعمال سان ڪينسر ۽ دل جي بيمارين سميت ٻين اهڙين بيمارين کان، جيڪي جيوگهرڙن تي اثرانداز ٿين ٿيون، بچي سگهجي ٿو.

چانهه جي تازي لڳايل ٻوٽي مان ٽن سالن کانپوءِ پيداوار لهندي آهي ۽ اهو سلسلو پنجاهه سالن تائين جاري رکي سگهجي ٿو.

**چانهه/ چاري پکي** (Indian Roller/ Blue Jay/ *Coracias benghalensis*): چانهه پکي 30 سينٽي ميٽر جسامت جو ٿئي ٿو هن جا نر ۽ ماد هڪجهڙا ٿين ٿا. هن پکيءَ جو پيٽ، پٺي ۽ پيشاني بادامي، مٿو هلڪو نيرو، پرن جا ڪنپ ترتيبوار هلڪا ۽ گهرا نيرا ٿين. هن جي پيٽ جو هيٺيون حصو هلڪو نيرو ٿئي. ان جي پڇ تي اڇا ۽ نيرا افقي پٽا ۽ پڇ جا وچان ڪنپ سرمائي ٿيندا آهن. هي پکي گهڻو ڪري ٿنڀن يا ڪنهن وڻ جي ٽاريءَ تي ويٺو هوندو آهي ۽ جڏهن پَرَ ڦڙڪائي هيٺ لهندو آهي تہ ان جا اندريان ہ رنگا پر واضح ٿيندا آهن. چانهه پکي ٽنڊڻ ۾ ٻيا جيت کائيندو آهي. هي پکي سنڌ کانسواءِ سڄي ڏکڻ ايشيا، عراق کان ٿائيلينڊ تائين ملي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن اڏري اولهه ايشيا، بنگلاديش ۽ ونڌيا جبل جي قطارن تائين وڃي ٿو. هي پکي 3 کان ڏهہ ميٽر اوچائيءَ تائين اڏامڻ مهل ڪلابازيون کائيندو آهي. هي پکي مارچ کان جون تائين لڳ جهلي ٿو. پنهنجا آکيرا وڻن جي سوراخن يا ڪن حالتن ۾ ڪکن ڪانن سان ٺاهيندو آهي. چانهه پکيءَ جا بيدا گول يا قوسي شڪل جا سفيد رنگ جا ٿين ٿا. هن پکيءَ جي مادي 3 کان 5 بيدا ڏيندي آهي، ۽ نر ۽ مادي ٻئي آنن تي آرو ڪندا آهن، جيڪو 17 کان 19 ڏينهن هلندو آهي. نر ۽ مادي مهينو کن آکيري ۾ رهندا آهن. هي پکي 'ڪَڪ-ڪَڪ' جو آواز ڪڍندو آهي. اهو آواز لَڳ جهلڻ جي مند ۾ وڌي ويندو آهي. ڍنڍن جي ڪنارن تي هي پکي مڇي جهلي کائيندو آهي. چانهه پکيءَ جو هندو ديومالائي ڪهاڻين سان بہ گهرو واسطو آهي، خاص طور دسهڙي جي مند ۾ هندو ماڻهو هن کي اُڏاريندا آهن. هن وقت بہ آنڌرا پرديش، بهار، ڪرناٽڪ ۽ اوڙيسا ۾ رياستي پکيءَ جو درجو رکي ٿو.



**ڪشميري نيري چانهه** (European Roller/ *Coracias garrulous*): ڪشميري چانهه پکي 30 سينٽي ميٽر جسامت رکي ٿو ۽ هن پکيءَ جا نر ۽ ماد هڪجهڙا آهن. هي پکي سڄو نيرو ٿيندو آهي، البت اُن جي پُٺي هلڪي چاڪليٽي رنگ جي ٿيندي آهي. هن جي ڪنپڙاٽيءَ جو مٿيون حصو ڪارو ٿيندو آهي ۽ ڇوٽيون وٽ ڪارڙا نيرا ڪنپ هوندا آهن. هن جي پرن جي پکيڙ 52 کان 58 سينٽي ميٽرن تائين ٿئي ٿي. هن جو پُڇ نيرڙو خاڪي نارنگي رنگ جو ذري گهٽ چورس شڪل جو هوندو آهي. نيري چانهه عام طور ڪنهن وڻ، ٿنڀي يا ٽيليفون تار تي ويٺل زمين تي وڏن جيتن جي تاڙ ۾ نظر ايندي آهي. شڪار تي نظر پوندي ئي پنهنجا وڏا پر پکيڙي، ان تي جهٽ هڻندي آهي ۽ واپس ڪنهن اوچي جاءِ تي اچي ويهندي آهي. چانهه پکي جيتن کي هوا ۾ بہ شڪار ڪري سگهندي آهي. لڳ جي مند ۾ چانهه پکيءَ جو نَرُ هڪ خاص نمائشي اُڏار ڪندو آهي، هُو آسمان ۾ مٿي اُڏامندو آهي ۽ پوءِ خاص قسم جي گهُت هڻندو آهي، جنهن ۾ هن جا سهٽا ہ رنگا نيرا پَرَ واضح نظر ايندا آهن. ان نمائش دوران هو ڪانءَ جهڙي ڪَرڙاٽ ٻولي ٻوليندو آهي. هي چانهه پکي جوڙو ٺاهي پنهنجي آکيري ۽ حدن جي حفاظت ڪندا آهن، پر لڏپلاڻ کان اڳ ولر ٺاهيندا آهن. هي پکي اتر آفريڪا کان موراڪو تونيشيا، يورپ، ايشيا مائينر، سائبيريا، عراق، ايران، اوپر ڪشمير، ترڪمانستان، ڪاغستان ۽ اتر اولهه چين ۾ ڏٺو ويو آهي. ڪشميري چانهه جي اڏام چڱي مٿي ۽ سڌي ٿيندي آهي. هي پکي وڻن جي ٽڙن، جبلن جي سوراخن ۽ ڪن حالتن ۾ وڻن جي ڪکن ڪانن تي آکيرو ٺاهيندو آهي ۽ 4 کان 6 آنا لاهيندو آهي.



**چانهه سليمان**: هي ڳوٺ ضلعي نوشهري فيروز، تعلقي ڀريا جي هڪ ديهه پنهواريءَ ۾ آباد آهي. جنهن جي آدم شماري پنجن هزارن کان مٿي آهي. هن ڳوٺ ۾ سليمان راڄپر ڪوهہ ڪٽايو هو، جنهنڪري ڳوٺ جو نالو 'چانهين' (ڪوهہ وارو) 'چانهه سليمان' پئجي ويو.

**چانهڪ**: گاهہ جو هڪ قسم، جيڪو ڪڇي ۾ گهڻو ٿيندو آهي. هن گاهہ جون گُريون مٺيون ٿينديون آهن. چانهڪ گاهہ کائڻ سان مينهون ۽ ڳئون کير زياده ڏينديون آهن. چانهڪ ڇَٽ هڻندي آهي. سانگي ۽ پاڳيا ماڻهو سانگ ڪري انهن ٻيٽن يا ٻيلن جي ڪنڊين وٽ وهندا آهن، جتي چانهڪ گاهہ جام ٿيندو آهي. هن گاهہ کي شاهہ لطيف بہ ڳايو آهي.

**چانهوءَ جو دڙو**: هي ماڳ تعلقي سڪرنڊ، ضلعي نوابشاهه (بينظيرآباد) جي ڳوٺ جمال ڪيريي کان ڏکڻ طرف داد واهہ جي هڪ ڇاڙهہ تي آهي. چانهوءَ جو دڙو سنڌو درياهہ جي موجوده وهڪري کان 12 ميلن ۽ موهن جي دڙي کان 80 ميل پري ڏکڻ اوڀر ۾ آهي. هن ماڳ جي سڀ کان پهريان باقاعدي کوٽائي گڏيل هندستان جي آرڪيالاجي کاتي جي آفيسر اين. جي. مجمدار 1931- 1930ع ڌاري ڪئي هئي، ۽ جتان موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي دور جون شيون مليون هيون، جن مان ڪي اهڙيون اڻلڀ شيون بہ لڌيون هيون،

جنهن مان ثابت ٿيو ته هن دڙي جو تعلق موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي برباد ٿي وڃڻ کانپوءِ جي دور سان به رهيو آهي. 36-1935ع ۾ ڊاري مسٽر مئڪي طرفان تمام گهڻو هيٺ کوٽائي ڪرائڻ سان دلچسپ نتيجا حاصل ڪيا ويا. هتان جو خاص دڙو ٽل نمبر 2 (Mound-II) آهي. هن ۾ هڙاپا جي دور جا ٽي جدا جدا تهه موجود آهن، جن مان پتو پوي ٿو ته هيءَ بستي گهٽ ۾ گهٽ به ڀيرا ٻوڏ هيٺ اچي تباهه ٿي ۽ هيءُ ٻيهر وري آباد ڪئي وئي. ان دور کان پوءِ ڪجهه عرصو هيءَ بستي غيرآباد رهي ۽ پوءِ وري ان کي ٻوڏ کان بچائڻ لاءِ مٽيءَ جي ڪچين سِرن جو ٿلهو ٺاهي، ٿورو مٿي کيو ويو ۽ پوءِ ان ٿلهي



مٿان گهر ٺهرايا ويا. کوٽائي ڪيل حصي جون عمارتون 25 فوٽ ويڪري سڙڪ تي آهن. ٻيون ڳليون 30 ڊگرين جي سڌائيءَ تي ان سڙڪ سان اچي ملن ٿيون. انهن ڳلين ۾ ڪنارن تي تمام سنهيون ڍڪيل ناليون ٺهيل هيون، جن کي هميشه صاف ڪيو ويندو هو. هتان ڪُٽ، ٽامي، سِپيءَ ۽ عاج جي سامان ٺاهڻ جون شيون گهڻي انداز ۾ لڌيون ويون آهن. هتان ٽامي جا اوزار ۽ ڪچي ڌات جا پگهاريل ٽڪرا گهڻي انداز ۾ مليا آهن. هيءَ ٽل جي مٿئين تهه تي جهُڪر جي دڙي واري تهذيب سان مشابهت رکندڙ باقيات مليون آهن، جن کي ڏسڻ سان معلوم ٿئي ٿو ته هڙپا تهذيب جي خاتمي کان پوءِ چانهون جي بستي تي قبضو ڪيو ويو ۽ پراڻن، خالي ۽ پگهل ٿيل گهرن جي سرن کي بي ترتيب ڳنڍي جوڙي گهر آباد ڪيا ويا. هتي ماڻهو غالباً چورس يا مستطيل گهرن ۾ رهندا هئا، جن جا فرش ڪچا هوندا هئا ۽ رڌپچاءَ لاءِ چلهيون گهر جي ٻاهران هونديون هيون. جتي هوا کان بچڻ لاءِ ننڍيون وڏيون پٽيون آڏ وانگر جڙيندا هئا. هن ماڳ تي ڪل ٽي دڙا آهن. دڙو نمبر 1 الڳ ۽ دڙو نمبر 2 ۽ 3 هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن. دڙو نمبر ٻيو ٻڌن جو وهار (Stupa) آهي. هڪ دڙي جي اوچائي لڳ ڀڳ 19 فوٽ آهي. ٻهريون دڙو ڪجهه وڌيرڪو 17 فوٽ اوچو آهي. ٽنهي دڙن جي والار ۾ ايندڙ ايراضي 1700x1000 ٿيندي. مجمدار دڙي نمبر 3 تي به ڪڏا 16 فوٽ ويڪر ۾ هڪ 150 فوٽ ٻيو ڪڏو 70 فوٽن جي ڊيگهه ۾ هنيو ڪڏن جي اونهائي 7 کان 12 فوٽ هئي. کوٽائيءَ مان اڏاوتن جا نشان مليا، جيڪي گهڻو ڪري ڪچين سرن جا هئا، ڪٿي ڪٿي پڪي سِرَ به استعمال ٿيل هئي. هي اڏاوتن جا نشان ڏرتيءَ جي سطح کان هيٺ تري جي سطح کان 13 فوٽن جي اونهائيءَ ۾ مليا. هتي ئي هڪ کوهه به مليو جنهن جو قطر ساڍا ٽي فوٽ هو استعمال ٿيل سرن جا مُنيا هڪ پاسي کان موڪرا ۽ ٻئي پاسي کان سوڙها هئا. اهڙي ئي سرجو نمونو موهن جي دڙي جي کوهن ۾ به استعمال ٿيل آهي. 12 فوٽن جي اونهائيءَ تي ڪافي تعداد ۾ ٺڪراٺو مليو ٺڪرانو موهن جي دڙي سان

پيٽڻ جهڙو مليو آهي. هڪ فوٽ وڌيڪ کوٽائي ڪرڻ سان چٽيل ٺڪرانو مليو دڙي نمبر 1 تي ٽين ڪاهي کوٽي وئي، جيڪا 80 فوٽ ڊگهي، 12 فوٽ ويڪري ۽ 7 فوٽ اونهي هئي. ان مان پڪين سرن جي پٽين جا نشان ۽ پاڻيءَ جون ناليون ظاهر ٿيون، پٽين جي وڌيڪ اوساري ۽ ٻيهر اڏاوتن جي نشانن مان خبر پوي ٿي ته اهي اڏاوتون مختلف دورن ۾ ٿيون هونديون. اهي سرون موهن جي دڙي ۾ استعمال ٿيل سرن جهڙيون آهن. هن ڪاهيءَ مان به ڪافي وٿون مليون.

هتان هٺ تي ٺهيل ٿانون جو ٿلهو ۽ کهرو ٺڪرانو مليو آهي. مٿان هلڪي ڳاڙهي اَرڙي (Slip) مٿان ڪاري رنگ جو چٽ مليو آهي. ٿانون تي پپر جو پن، هرڻ جو چٽ وغيره به مليو آهي. هرڻ جي چٽ وارو ٿانءُ موهن جي دڙي مان نه مليو آهي. ان کان سواءِ مور جي چٽ وارو ٿانءُ ٻيو چٽ، جنهن ۾ مور، نانگ کي ٺونگا هڻندي ڏسيو ويو آهي. هنن ٺڪرن جو رنگ ڳوڙهو خاڪي آهي. تمام هيٺائين تهه مان خاصي تعداد ۾ خاڪي رنگ جو ٺڪرانو مليو آهي، تنهن تي ڪاري ۽ ڳاڙهي رنگ جا چٽ چٽيل آهن. چانهوءَ جي دڙي جي مٿئين حصي مان جيڪي ٿانو مليا آهن، سي گهڻو ڪري نمونن ۽ بناوت ۾ هڙاپا سان مشابهت رکندڙ آهن. مجمدار کي جهڪر جي کوٽائيءَ مان پهريان جيڪي ٿانو مليا هئا، اهي هڙاپائي تهذيب کان بعد جا آهن. جهڪر جي ٿانون جي خصوصيت اها هئي ته انهن تي سڌا ۽ وڏا پٽا نڪتل آهن. انهن ڪارن ۽ ڳاڙهن پٽن جي وچ تي V وانگر چٽ



چٽيل آهي. ڦولدار چٽ، جن ۾ پن ۽ مڪڙيون ڪاري يا واڱڻائي رنگ ۾ چٽيل آهن. هتان جيڪي شيون مليون آهن. جهڙوڪ: کهاڙيون، ڪوڙرون، رنبا، پالا، ٽامي ۽ پتل جي مختلف نمونن جا ٿانو ٻڌائين ٿا ته چانهوءَ جو دڙو انهن ڌاتن جي سامان ٺاهڻ جو مرڪز هو. پٿر جي اوزارن ۾ اسان کي پاساڙا ڪٽي چوڪندا، ڪٽي وري نوڪدار مليا آهن. ان قسم جا اوزار عراق جي ڪش ماڳ تان به مليا آهن. هتان قيمتي پٿر کي لسي ڪرڻ جا رهڙا (Polisher) به مليا آهن. چانهوءَ جي دڙي ۾ انهن سخت ڌاتن جي ڪم کان به وڌيڪ داڻي سازيءَ جو ڪم ٿيندو هو اتي فيروزي پٿر مان ٺاهيل مالها جا داڻا ڳئون جي پيچ جي شڪل (Barren Shape) وانگر آهن. موهن جي دڙي مان جيڪي شاندار جڙاوت وارا مڻيا مليا آهن، سي ممڪن آهي ته چانهوءَ جي دڙي ۾ ٺاهيا ويندا هجن. چو ته کوٽائيءَ دوران ان قسم جا مڻيا هتي تمام گهڻي انداز ۾ مليا آهن. ۽ گهڻو ڪري جڙاوت جي مختلف

مرحلن واري حالت ۾ آهن. پٿر جا مستطيل ٽڪر، جيڪي اڻ گهڙيل شڪل ۾ هئا، تن جا پاسا گهڙي سانچن ۾ ٺاهي ڪڍيا ويندا هئا. وچ مان سِراهيءَ ذريعي سوراخ ڪيو ويندو هوندو. پٿر ڪي سوراخ ڪڍڻ جا اوزار ڪجهه سالم حالت ۾ به مليا آهن. اڳي پٿر ڪي ٽامي جي سراهي سان سوراخ ڪڍيا ويندا هئا. هتان جا ماڻهو تور ماپ جي هنر کان به واقف هئا. لٺ جي مٿئي لاءِ پٿر جا مٿيا، پٿر جون ساديون رکيبيون جيڪي گهڻو ڪري ڳريل حالت ۾ مليون آهن. ٻارن جي رانديڪن ۾ ڏڳو بيل گاڏيءَ ۾ جوٽيل، ۽ ڪڪڙ پکيءَ نموني جون وڄائڻ واريون سيٽيون، ڌرتي ماتا جي مورتي، جنهن ڪي مٿي تي عجيب نموني جي ٽوپي پهريل آهي، گهڻي تعداد ۾ مليون آهن. ڌرتي ماتا جي هتي پوڄا ٿيندي هئي. ماتا ديوي جنهن ڪي وارن جا ويڪرا چوٽا آهن. انهن ڪي سينگارڻ لاءِ پٽا ڪڍيا ويا آهن. انهن جي رنگن ۾ وارن جون چڳون ڏيکاريل آهن. نڪ ڪي هٿ جو زور ڏئي سادي نموني ٺاهيو ويو آهي. اها مورتي هر گهر اندر پٽ جي جاري ۾ رکي ويندي هئي. ان کان سواءِ مهرون يا مهرن وانگر تعويذ پڻ مليا آهن، جيڪي سنگ جراحت مان جڙيل آهن. انهن مهرن تي پڻ موهن جي دڙي ۽ هڙاپا وانگر جانور اڪريل آهن. اها گهڻو ڪري هڪ سڱئي جانور جي تصوير آهي. انهيءَ جانور کان سواءِ ڪن ٻين جانورن جون تصويرون ۽ تحريري شڪليون به اڪريل آهن. هتان ٺڪريون ۽ ڪوڏ جون چوڙيون به مليون آهن. انهن تي چٽ چٽيل آهن. ڪوڏ واريون چوڙيون وڏي ڪوڏ جي وچ واري حصي مان بنايون ويندي هيون. ان قسم جون چوڙيون دکن گجرات، ڪاٺياواڙ ۽ موهن جي دڙي تان به مليون آهن.

**ڪجهه لڌل شين جو وچور:** مختلف ڊيگهه، ويڪر ۽ نمونن جا پٿر جا مڻيا، اڌ ۾ ڇڏيل ۽ اڻ تيار ٿيل مڻيو عقيق جي مڻيي جو اڌ، جنهن جو وچ وارو پاسو ٿلهو، مڻيون پاسو سنهو، ٻنهي پاسن جو رنگ اڇو لاجورد جو ڊگهيرڙو مڻيو، سائو فيلسپار جو مڻيو، سنک مان ٺهيل چوڙيءَ جا ٽڪر، پٿر جي مهر جنهن تي ٻيهر جو پن اُڪريل آهي ۽ تصويري تحرير نظر ڪانه ٿي اچي، ٺڪر جي چوڪور ٽڪي، جنهن ۾ پنج سوراخ نڪتل آهن، مٽيءَ جو پڪل رهڙو، مٿس ميٽائين رنگ جا پٽا، مٽيءَ جو پڪل ٻاراٽين راند لاءِ گاڏيءَ جو ڦيٿو، ٺڪر جي ڍڳي جي مورتي، ٺڪر جي پکيءَ جي مورتي، ٺڪر جي ماتا ديويءَ جو مجسمو/ مورتي، ٺڪر جي هڪ سڱئي جانور جي مورتي، سوراخ نڪتل ٺڪر جي ٻولي جي مورتي، ڳاڙهن چٽن سان، ٺڪر جي مينهن جي مورتيءَ جو پڳل ٽڪرو، ٺڪر جو گلدان، ٺڪر جو ڪڙي سان وٽو ننڍو ٺڪر جو ڍڪ. مٿس ڳاڙهي رنگ جا گول نشان، سوراخن سان گلدان، ٺڪر جي ڪوناري. جنهن جي ڳچيءَ جا ڪنارا ٻاهر نڪتل اوچائي 11.25 انچ، چٽيل ٺڪر جو گلدان ڳاڙهي ليٽ تي ميٽائين رنگ جا پٽا نڪتل، ٺڪر جو گلدان. هيٺيون پاسو لوٽيرو ۽ ترو ويڪل، ڳچيءَ واري مٿئين ڪناري ٻاهر نڪتل. مٿين پٽي ۾ ٻيهر جي پن جو چٽ، بيضوي شڪل جا گولڙا ۽ ماڪوڙا نڪتل. هيٺين پٽي ۾ گلتي پاسن سان چورس، ٺڪر جي پکين جي جوڙي وچ تي گل جو چٽ، ٺڪر جنهن ۾ مور نانگ کي پڪڙيندي ڏيکاريو ويو آهي.

هتي آثارِ قديمه جي ماهرن 1931ع، 1935ع ۽ 1936ع ۾ کوٽائي ڪرائي، جنهن ۾ 'هڙاپا' تهذيب جا ٽي ته دريافت ٿيا، پکين سرن سان ٺهيل مضبوط عمارتون سڌن رستن تي گهٽين ۾ واقع هيون. بازارن ۾ کليل ۽ ڍڪيل ناليون ٺهيل هيون ۽ هتي ٽامي، ڪنجهي، سپي ۽ هاٿيءَ جي ڏندن مان ٺهندڙ سامان، هر قسم جي مٽيءَ جا ٿانو ٽامي ۽ ڪنجهي جا ٿانو رانديڪا ۽ مورتيون مليون آهن.

**چانهِيا:** چانهيا ذات، سمن جو هڪ پاڙو آهي. هن ذات وارا ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري سميت پوريءَ سنڌ ۾ آباد آهن. چانهيا انڊيا جي جيسلمير ۽ باڙمير طرف به رهن ٿا.

**چانهِين:** چانهين ٻڪريءَ جو هڪ قسم آهي، جنهن ڪي رنگ جي نسبت سان 'چانهين' سڏيو وڃي ٿو. هن قسم جي ٻڪريءَ جو رنگ چانهه پکيءَ جي کنين جهڙو هوندو آهي. هيءَ ٻڪري ٻين عام ٻڪرين جي ڀيٽ ۾ ڊگهي قد جي ٿئي ٿي. هن جا سڱ عام طور ڊگها ۽ کنڊا هوندا آهن. جڏهن ته هن جا ٻئي ڪن رامن جهڙا هوندا آهن. هن ٻڪريءَ جا ڪن ڊگها ٿين ۽ ان جي ٻت تي ڏاس گهٽي ٿئي. هيءَ ٻڪري کير جي ڀلي هوندي آهي.

**چانهيو، محمد هاشم:** استاد، فنڪار، وڪيل ۽ سياستدان محمد هاشم چانهيو 1930ع ڌاري ٽنڊي آدم ۾ ڄائو هن جو شمار سنڌ جي بهترين استادن



۾ ٿيندو هو محمد هاسم چانهيو اسلاميہ ڪاليج هالا، سچل سرمست ڪاليج حيدرآباد ۽ نيو عليڳڙهه ڪاليج ٽنڊي آدم ۾ پروفيسر رهيو پيپلز پارٽيءَ جو سينيئر اڳواڻ مخدوم امين فهيم، استاد وزير علي خان ۽ ڏاڏا فيض علي شاهه سنڌس شاگرد رهيا آهن. استاد محمد هاشم ڪجهه عرصو سياست سان به لاڳاپيل رهيو ۽ پهريون پيرو پيپلز پارٽي سٽي ٽنڊي آدم جو پهريون صدر ٿيو سنڌس سياسي ويجهڙائپ ڄام صادق عليءَ سان هئي. ڄام صادق عليءَ جي وڏ وزارت دوران اُستاد محمد هاشم سنڌس پوليٽيڪل سيڪريٽري به رهيو. ان کان سواءِ محمد هاشم چانهيو ناليوارو فلمي اداڪار به هو هن سنڌي فلمن: 'پرو چانڊيو' ۽ 'شهيد' سميت شاهه اسد جي تيار ڪيل وڊيو فلم 'شاگرد' ۾ اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريا. محمد هاشم چانهيي، 70 سالن جي ڄمار ۾ 11 آگسٽ 2000ع ۾ وفات ڪئي. کيس اباڻي قبرستان سيد اسماعيل شاهه ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**چانئٺ:** چانئٺ گهر جي لنگهه ۾ لڳل چوڪٺ جي هيٺين ڪاٺيءَ يا لوهي



پٽيءَ کي چئبو آهي، جيڪا ڪجهه حصو زمين يا فرش ۾ پوريل هوندي آهي. ڪن حالتن ۾ چوڪٺ جو هيٺيون حصو ڪو نه هوندو آهي، پوءِ به در جي هيٺئين حصي کي چانئٺ چئبو آهي. در جي چئن ڪاٺين يا لوهي پٽرين مان هيٺينءَ کي چانئٺ چئبو آهي، جڏهن ته باقي ٻنهي پاسن واري ڪاٺين/

ڀٽين کي ٻانهيون ۽ مٿين پاسي واري ڪائيءَ/ ڀٽيءَ کي سردر چوندا آهن. چانڻٺ جي باري ۾ سنڌ ۾ ڪيترا اصطلاح ۽ رسمون رائج آهن. جهڙوڪ: ڪنهن غير مرد پاران گهر جي چانڻٺ ٽپڻ کي برو سنؤڻ سمجهيو ويندو آهي. نڪاح کان اڳ مڱڻيءَ جي رسم دوران گهوٽ ساهري گهر وڃي ٻڪيءَ جي منائي وٺي چانڻٺ تان واپس ٿيندو آهي. سنڌ اندر چادر، چوڏيواري ۽ چانڻٺ کي عزت ۽ لڄ جي معنيٰ ۾ ورتو ويندو آهي. چانڻٺ جي موجودگيءَ سبب ننڍو وڏو جيت جڻيو گهر جي ڪمري ۾ گهٽ داخل ٿي سگهندو آهي.

**چانيھو**: چانيھو پسارڪي وکر طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جي معدنيات آهي. هيءَ وکر هڪ قسم جي ڪار آهي. جيڪا اڇي رنگ جي تيز ذائقي واري ٿئي ٿي. حڪيمن چوائي چانهيو معدي ۽ آنڊي جي رطوبت کي خشڪ ڪري ۽ وائي باديءَ کي ختم ڪري ٿو. معدي جي ڪيڙن کي ماري ۽ طعام هضم ڪرائي ٿو. پيٽ جي سور، ڪنگهه، رت جي دستن، جگر جي باهه ۽ سور لاءِ به مفيد آهي.

**چاڻڪيہ**: 'چاڻڪيہ' کي علم ۽ ڏاهپ جي ڪري ننڍي کنڊ جي تاريخ ۾ عظيم شخصيت شمار ڪيو وڃي ٿو. هن جو جنم 350 ق. م ۾ ٿيو هو.



سندس والد جو نالو ارٿ شاستر چاڻڪ هو، جنهن جي نالي پويان هن عظيم شخصيت کي 'چاڻڪيہ' سڏيو ويو. چاڻڪيہ ڪوٽيلا ۽ وشنو گپت جي نالن سان به مشهور هي. هن جو تعلق موريا خاندان جي بنياد وجهندڙن مان هو. سندس ڪارناما ۽ ڪم گپتا گهراڻي جي خاتمي سان ختم ٿي ويا، پر سندس ڪم 1915ع ۾ ظاهر ٿيو ته دنيا کي سندس اهميت ۽ نالي جي خبر پئي. چاڻڪيہ ابتدا ۾ سمورو رگ ويد (حصن سميت) ياد ڪيو. ان کانپوءِ رياضي، جاگرافي، مذهب ۽ سائنس جا علم پڙهيو. بعد ۾ هو تڪشلا (تڪسيلا: Takshashila) ويو، جتي وڃي سياسيات جو استاد ٿيو. هن جا مشهور شاگرد پدر پٽ ۽ پورش ڏتا ٿي گذريا آهن. ان کان پوءِ چاڻڪيہ شهنشاهه چندرگپت جو صلاحڪار ۽ وڏو وزير مقرر ٿيو. چاڻڪيہ ٽيڪسيلا يونيورسٽيءَ ۾ به استاد ٿي رهيو. هيءَ واپار، جنگي فن، علم معاشيات وغيره جو به ماهر هو. هن جو مشهور ڪتاب 'ارٿ شاستر' سياست ۽ رياست جي علم بابت لکيل هڪ شاهڪار ڪتاب آهي، جيڪو اڄ به يورپ ۾ پڙهايو وڃي ٿو. يورپ ۾ ڪيس ميڪاوليءَ جيتري اهميت حاصل آهي، جڏهن ته چاڻڪيہ، ميڪاوليءَ کان 2100 ورهيہ اڳ، پيدا ٿيو هو. چاڻڪيہ برهمڻ خاندان سان تعلق رکندو هو.

چاڻڪيہ، چندر گپت وٽ ڦوھ جوانيءَ ۾ آيو هو. هن ۾ جائي جم کان هڪ لائق اڳواڻ جون خوبيون موجود هيون. هن چندر گپت کي حڪومت هلائڻ ۾ وڏي رهنمائي ڪئي. چاڻڪيہ ۾ بهت ۽ گنڀير سفارتڪارانہ صلاحيتون موجود هيون. چاڻڪيہ ٻہ اهم ڪتاب 'ارٿ شاستر' ۽ 'نيتاشاستر' لکيا، جيڪي 'چاڻڪيانيتيءَ' جي نالي سان به مشهور ٿيا. سندس ڪتاب 'نيتا شاستر' ۾ بلند مرتبي سان زندگي گذارڻ جون خوبيون ۽ گڻ ڄاڻايل آهن. هيءَ ڪتاب سنڌس هندستاني زندگيءَ بابت مشاهدي جي ڄاڻ ڏئي ٿو.

چاڻڪيہ فطرت جو تيز فهم مشاهدو رکندڙ ڏاهو هو. هو هميشه چندرگپت بادشاهه جي کاڌي ۾ ذرڙو زهر ملائي ڇڏيندو هو، اهو ان ڪري ته جيڪڏهن ڪو دشمن بادشاهه کي زهر ڏئي ته سندس جسم برداشت ڪري سگهي. چندرگپت کي اها ڄاڻ نہ هئي. هڪ ڏينهن هن اهو زهر وارو کاڌو پنهنجي راڻيءَ کي کارايو، جيڪا نوَن مهينن جي پيٽ سان هئي. راڻي زهر کائڻ سان مري وئي، پر چاڻڪيہ سندس ٻار کي بچائي ورتو. جيڪو اڳتي هلي چندرگپت جو وارث بڻيو. چندر گپت پنهنجي ان پٽ جو نالو 'بندوسرا' (Bindusara) رکيو. چاڻڪيہ چندرگپت وٽ هڪ اعليٰ منتظم جي حيثيت سان فرض سرانجام ڏنا. چندرگپت جي وفات کان پوءِ چاڻڪيہ، چندر گپت جي پٽ بندوسرا جو اعليٰ منتظم ٿيو. بندوسرا کي 'سبنڌو' نالي هڪ وزير هو جيڪو چاڻڪيہ کي پسند نہ ڪندو هو. ان وزير چالاڪيءَ سان بندوسرا جي ذهن ۾ خلفشار پيدا ڪرڻ لاءِ ڪيس چيو ته سندس ماءُ جي موت جو ذميوار چاڻڪيہ هو. بندوسرا اهڙي غلط بيانيءَ تي بنا ڪنهن جاچ جوچ جي چاڻڪيہ تي سخت ڪاوڙ جو اظهار ڪيو. بادشاهه جي اهڙي رويي تي چاڻڪيہ کي دلي صدمو رسيو ۽ هن کاڌو کائڻ ڇڏي پنهنجي زندگي ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪري ورتو. هن پنهنجي سڄي دولت غريبن، بيواهن ۽ يتيمن ۾ ورهائي ڇڏي ۽ پاڻ ڇيڻن جي هڪ دڙي تي وڃي رهيو. بعد ۾ بندوسرا داين کان حقيقت پڇي. وزير جي غلط بيانيءَ سبب چاڻڪيہ سان اختيار ڪيل روش جي معافي وٺڻ لاءِ وٽس ويو، پر چاڻڪيہ پنهنجو ارادو نہ مٽايو. بندوسرا نا اُميد ٿي واپس وريو ۽ ڪاوڙ مان پنهنجي وزير سبنڌو کي قتل ڪرائي ڇڏيائين.

ارٿ شاستر چاڻڪيہ جي عظيم لکت آهي، جنهن ۾ جملي 453 سوتر آهن. جن مان 216 سوترن جو تعلق راڄنيتيءَ (سياست) سان آهي. چاڻڪيہ سياست جو ماهر هو. هينيان چار متا سندس زندگيءَ جا اصول هئا: (1) هڪجهڙائيءَ جي بنياد تي ورتاءُ ڪرڻ. (2) اتساهه ڏيڻ. (3) سزا يا ويڙهه. (4) پوکي. اهي مکيہ چار اصول سندس ڪتاب ۾ سمجهايل آهن. ڪتاب 'ارٿ شاستر' ۾ چاڻڪيہ ڪيترن معاشي ۽ اقتصادي مسئلن تي به بحث ڪيو آهي. رتن لال بشو ۽ راج ڪمارسين جا ڪتاب چاڻڪيہ جي اقتصادي تصورن سان هڪجهڙائي رکن ٿا ۽ اڄوڪي جديد دنيا جي اقتصادي اصولن سان ٺهڪي اچن ٿا.

چاڻڪيہ 'اخلاقيات' جي موضوع تي به 'نيتي سوترا' (Neeti Sutra) نالي ڪتاب تصنيف ڪيو، جنهن ۾ هن ماڻهن جي اخلاقيات سڌارڻ تي زور ڏنو.

چاڻڪيہ هڪ تيز فهم حڪمران هو. هڪ دفعي چندرگپت جي فوج کي هڪ غار ۾ دشمن کان لڪڻو پيو. کاڌو وغيره ختم ٿي چڪو هو ۽ سپاهي ٻُک ۾ بيحال ٿي رهيا هئا ۽ ٻاهر به نڪري نہ ٿي سگهيا، چو ته دشمنن جو خوف هو. ان وقت چاڻڪيہ ڏٺو ته هڪ ڪيلي (ماڪوڙي) چانور جو هڪ داڻو کڻي وڃي پئي. ان مان ته اندازو لڳايو ته اتي ڪي ماڻهو لڪل آهن.

هن فوج کي تلاشي وٺڻ جو حڪم ڏنو ۽ نهن ڏٺو ته غار جي هيٺان واقعي دشمن وينا هئا ۽ رات جي ماني کائي رهيا هئا. پوءِ اهي فوج ڏسي پڇي ويا ۽ چاڻڪيه جي فوج پاڻ کي بچائي ورتو.

چاڻڪيه بابت هڪ انگريزي ڪتاب 'Chankya on Management' شايع ٿيو آهي، جنهن ۾ هن جا 216 سوتر انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏنا ويا آهن. جيڪي راجنيتيءَ بابت آهن. چاڻڪيه 283 ق. م ۾ وفات ڪئي.

**چاوڙا** (ذات): چاوڙا هڪ ذات آهن. هن ذات وارا هندو توڙي مسلمان آهن. هندو چاولا ۽ مسلمان چاوڙا سڏائين. چاوِڙا اصل ڪڇ جا هئا. سنڌ ۾ ڪاري ۽ ناري جي ڪناري تي اڄ به آباد آهن. خاص ڪري ڄامشوري، دادوءَ، بدين ۽ ڪوهستان جي مختلف علائقن ۾ چاوڙن جا وڏا ڳوٺ آباد آهن. هن ذات مان محمد خان چاوڙي، سنڌ حڪومت ۾ سيڪريٽري طور خدمتون سرانجام ڏنيون. هيءُ اصل ۾ ميهڙ تعلقي جي ڳوٺ ٻُٽ سراين جو وينل هو.

**چاولا**: هيءَ هندن جي هڪ ذات آهي، جيڪي اصل ۾ اروڙ ونشي آهن. عربن جي حملي وقت هن ذات جا ماڻهو اروڙ (الور) تعلقي روهڙيءَ کان پنجاب لڏي ويا، جتي انهن مان ڪجهه اڄ تائين آباد آهن. ڪجهه ميرن جي صاحبيءَ دوران ٻيهر سنڌ موٽي آيا، جن مان ڪجهه لاڙڪاڻي ته ڪي وري سکر ۽ شڪارپور ۾ وڃي رهيا ۽ ڪجهه ٺٽي ڏانهن ويا. جن هندو قبيلن سڀ کان پهرين شڪارپور جو شهر وسايو هو، انهن ۾ چاولا به شامل هئا، جنهنڪري شڪارپور ۾ چوڻي آهي ته: "چگهه، ماکيجا، چاولا، چوٿين ذات بجاج". چاولا سنڌ ۾ ڪيترن هنڌن تي آباد آهن. هنن مان پڳوان داس چاولا مشهور شخص ٿي گذريو آهي، جڏهن ته سندس پٽ مڪيش ڪمار چاولا، هن وقت سنڌ حڪومت ۾ ايڪسائيز جو وزير ۽ اقليتي اڳواڻ آهي.

**چاولا، ارجن**: سنڌي ٻوليءَ جو مشهور اديب ۽ شاعر ارجن چاولا جو پورو نالو ارجن گاهي مل چاولا آهي. هن جو جنم 10 فيبروري 1921ع تي، ڪشمور، ضلعي جيڪب آباد، سنڌ ۾ ٿيو. سندس تعليم ايم. اي (انگريزي)، بي. ايڊ، ڊي. ايس (عليگڙهه) آهي.

ورهاڱي بعد لڏي وڃي ڀارت ۾ وسيو ۽ تعليم ۽ تدريس سان لاڳاپيل رهيو. ڪافي عرصو اڳ پرنسپال مڌيه پرديش ايجوڪيشنل سروس تان رٽائر ڪيو اٿس. انگريزي شاعريءَ ۾ جي مئگزين SKYLARK- India جو ايڊيٽر رهيو آهي.

سندس سنڌي شاعريءَ جا ٽي ڪتاب ڇپي چڪا آهن:

(1) چارڻ چوريو چنگ (1987ع)، (2) اُپريا عڪس هزار (2001ع)، (3) احساس جي آهٽ (2009ع).

ارجن چاولا کي ڪتاب 'چارڻ چوريو چنگ' تي C.H.D طرفان ۽ ڪتاب 'اُپريا عڪس هزار' تي NCPSL (نيشنل ڪائونسل فار پروموشن آف سنڌي لئنگئيج) طرفان روڪ انعام مليل چڪو آهي. ارجن چاولا نئين بستي، عليگڙهه ۾ رهي ٿو.

**چاهه ڪبير** (ديهه): ضلعي سانگهڙ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مجنون ميرجو، ڇٽي پرتو راڄڙ، مٺا خان مري، حاجي مبارڪ ۽ شمس الدين لوهار.

**چاهو** (ديهه): ضلعي ميرپورخاص جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خدا بخش ڪنڀار، صديق ڪوري، ولي محمد ڪنڀار، سيٺ هرچند راءِ.

**چاهي**: چاهي کوهن جي پاڻيءَ ذريعي ٿيندڙ پوک جو قسم آهي. کوهن جي پاڻيءَ تي جيڪا پوک ڪئي ويندي آهي، ان کي 'چاهي' پوک چوندا آهن. اڄ به ٿر جي ڪيترن علائقن پارڪر ۽ ڪنڊي وارن پاڳن ۾، جتي کوهن مان ويجهو پاڻي نڪرندو آهي، اتي ٻاجهريءَ جي پوک اُن کوهي پاڻيءَ تي ٿيندي آهي، ان پوک کي 'چاهي پوک' چئبو آهي. چاهي آبپاشيءَ جو طريقو آهي، جنهن سان کوهن تي نار چاڙهي، پاڻي ڪڍي فصل اپايو ويندو آهي.

**چائڙي/ چاوڙي**: ماضيءَ ۾ پوليس جي عملدار يا ڪوتوال کي 'چاوڙي' چيو ويندو هو. شهر جي مرڪزي پوليس ٿاڻي کي به اڳ 'چائڙي' چوندا هئا، پر اڳتي هلي آهستي آهستي چائڙيءَ جي مرڪزيت ۽ استعمال ختم ٿي ويو.

**چائي ٻيلو** (ديهه): تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ گاهيجا نالي شامل آهي، هتي قديم زماني ۾ شايد ڪو ٻيلو هو جنهن جي نالي جي باقيات 'ديهه' جي نالي جي صورت ۾ موجود آهي.

**چٻ** (ديهه): تعلقي ڪوٽڙي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ شامل نه آهي.

**چبوترو، عبدالله شاهه شهيد**: هيءُ ٽالپر دور جي بزرگ سيد عبدالله شاهه شهيد جو مقبرو آهي، جيڪو شاهپور چاڪر جي تاريخي قبرستان 'مير شهداد خان جا قبا' کان ٿورو ٻاهر اترئين طرف آهي. هي مقبرو چبوتري جي صورت ۾ ٺهيل آهي، جنهن ۾ عبدالله شاهه جي تربت موجود آهي. تربت تي سهڻن لفظن ۾ آيت الڪرسي اڪريل آهي. سيد عبدالله شاهه وڏو جيد عالم ٿي گذريو آهي. مير صاحبن جي ساڻس ڏاڍي عقيدت هئي. سندس مزار تي اڄ به عقيدتمند حاضري ڀرين ٿا.

**چبوتري واريون قبرون** (تورڪي): مئين ونهين جي مقبري جي سامهون هڪ چوديواريءَ اندر چٽيءَ نما چبوتري ۾ پيلي پٿر جون مزارون آهن. چبوتري ۾ داخل ٿيڻ لاءِ ڏکڻ طرف کان دروازو آهي. هن مقبري جي ڇت ڪري پئي آهي. سجاٽپ لاءِ ڪو به ڪتبو وغيره لڳل ڪونهي.

**چِٻ**: چٻ، چهري جي ماديءَ کي چوندا آهن. چِٻ ڪڪڙ کان ڪجهه قدر ننڍي ۽ چٽڪمري رنگ جي ٿيندي آهي. چٻ حرام پکين ۾ شمار ٿئي ٿي. هيءَ هڪ يا ٻن ڏينهن جي وقفي سان 2 کان 12 گول ۽ سفيد رنگ جا آنا ڏيندي آهي. ٻهراڙين ۾ چٻ کي نياڳو ۽ نحس پکي سمجهيو ويندو آهي.

**چهرو** (Owl): چٻ جي نر کي چهرو چئبو آهي. هيءُ هڪ شڪاري پکي آهي. هن پکيءَ جا 200 کان وڌيڪ قسم ملن ٿا. هر قسم جا چهرا تنهائي پسند ڪندا آهن ۽ اڪثر رات جو نڪرندا آهن. چهرو پاڻ کان ننڍا پکي شڪار ڪري کائيندو آهي. هن جا ڪجهه قسم مڇي به کائيندا آهن. انٽارڪٽڪ کان سواءِ هي پکي دنيا جي هر حصي ۾ ملن ٿا. چهري جون ٻئي اکيون ۽ ڪن منهن جي بلڪل



سامهون ٿيندا آهن ۽ ان جي چهنب 'باز' جهڙي ٿيندي آهي. چبرن جي نظر تمام ٻري ويندي آهي، ان ڪري ڪجهہ انچن جي مفاصلي تي ويجهيون شيون ڏسي نہ سگهندا آهن. پر سندن ٻري جي نظر تيز هئڻ ڪري گهٽ روشنيءَ جي باوجود شيون واضح طور ڏسي سگهندا آهن. چبرو پنهنجو آکيرو نہ ٺاهيندو آهي، پر غارن، ٻٽن يا ڪنهن پراڻي جاءِ يا ڇت وغيره جي هيٺان رهندو آهي. گهڻا چبرا رات جو گهمڻ ۽ شڪار ڪرڻ پسند ڪندا آهن. پر ڪجهہ اهڙا بہ قسم آهن، جيڪي ڏينهن جي وقت نڪرندا آهن. ڪن مشرقي ثقافتن ۾ چبري کي منحوس تہ ڪن مغربي ثقافتن ۾ عقلمند سمجهيو ويندو آهي.

**چِبرو شاهي، گُگهہ** (Eagle Owl/ *Bubo bubo*): هيءُ چبري جو هڪ اهم قسم آهي، جيڪو جسامت ۾ 60 سينٽي ميٽر ڊگهو ٿئي ٿو. هن چبري جا نر ۽ مادي هڪجهڙا ٿين ٿا. سندن جسم وڏو، رنگ گهرو ناسي، ڪنين تي ڇِٽ ۽ لينگها، ڪَن اُڀا، وڏيون گول نارنگي اکيون ۽ ٽنگن تي گهاٽا ٿيندا آهن. بي آواز اڏامندو آهي ۽ سندس ڪوڪ ٻن مرحلن ۾ ٻڌبي آهي. انڪري هن چبري کي سنڌيءَ ۾ 'گگهہ' بہ چوندا آهن. ويران خِطن ۽ هلڪي وڻڪار وارن علائقن سان گڏ سڪل ڍورن ۽ ٽڪرين تي ڏسبو آهي، اڪثر رات جو نڪرندو آهي. هيءُ ريگستاني/ وارياسن ميدانن جي ماحول سان تعلق رکندڙ پکي آهي.



**يوريشيائي ننڍو گگهہ** (Eurasian Scops Owl/ Otus scops): 25 سينٽي ميٽر جسم رکندڙ هن پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿيندا آهن. هي هڪڙا هلڪا سرمائي ناسي (ڀورا ڪبرا) ۽ ٻيا گهري رنگ جا ٿيندا آهن. ٻنهي رنگن ۾ هي ننڍو گگهہ پکي سامهون موجود هوندي بہ نظر نہ ايندو آهي، ڇاڪاڻ تہ سندس رنگ ڪاٺ جي ڇوڏي جهڙو ٿيندو آهي. ويٺل حالت ۾ اڪثر اُڀو محسوس ٿيندو آهي، ڪَن اُڀا هوندا اٿس. جسم ۾ ڪبر ڪان ڪجهہ وڏو ٿئي ٿو. هن گگهہ جي پيٽ جو رنگ ڪجهہ هلڪو هوندو آهي، جنهن تي لينگها ۽ ننڍا ڇِٽ ٿيندا آهن. هي رات جو ڏسبو آهي ۽ ڏينهن جو نظر نہ ايندو آهي. هي چبرو لاڳيتن وقفن سان هڪ-آوازي هُوڪ ڪندو آهي. هيءُ ٿاڪرو علائقي جي ماحول جو پکي آهي.



**چبرو چُغل، چغد** (Spotted Owlet/ Athene brama): چبري جو هيءُ قسم چغل سڏبو آهي ۽ بت ۾ 20 سينٽي ميٽر ڊگهو هوندو آهي. هن جا نر توڙي مادي هڪجهڙا ٿين ٿا. هن جي ڪنين تي اڇا ٽِبڪا ٿيندا آهن. سندس رنگ سرمائي ناسي ٿيندو آهي ۽ پيٽ جا ڪنبڙ ڏاريدار هوندا آهن. چغل جون اکيون گول ۽ هيڊيون ٿينديون آهن. چغل عام چبرن ۾ شمار ٿئي ٿو جيڪو اڪثر عمارتن، ڳوٺن ۽ باغن ۾ بيٺل پراڻن وڻن جي پورن ۾ نظر ايندو آهي. جيڪڏهن هن جي آرام ۾ خلل وجهبو آهي تہ ڏسندڙ شخص کي خار مان گهوري ڏسندو آهي. عجيب نموني اُلرون ڪندو ۽ گُهتون هڻي ڏيڪاريندو آهي ۽ پوءِ پنهنجي مخصوص انداز ۾ اڏامي ويندو آهي. هيءُ کيتن، نخلستان ۽ آباديءَ واري ماحول جو پکي آهي.



**ڇَپٽو**: سنڌ جي ڪوهستان واري علائقي ۾ شاديءَ جي هڪ رسم کي 'ڇپٽو' چئبو آهي، جنهن موجب نڪاح وقت ادا ٿيندڙ رسمن تحت گهوٽ کي ڪشمش، بادام، ڊاک ۽ ڏونگهين سان ڀريل ڳوٿري ڇاڙڻ لاءِ ڏني ويندي آهي.

**چِيالي** (ٻولي): چيالي ٻولي ڪشمير جي مٿانهين جابلو علائقي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. چيالي هڪ علائقو آهي، جيڪو چناب ۽ جهلم ندين جي وچ ۾ آهي. هن علائقي تي اهو نالو 'ڇِپ' قبيلي جي نالي پٺيان پيل آهي. هتي ٻہ قبيلا: بومبس ۽ ڪڪس رهن ٿا، جن جي ٻولي چيالي آهي. هي انڊو يورپيائي ٻولين جي شاخ مان آهي.

هنن قبيلن مان بومبس قبيلو، جهلم نديءَ جي اتر ۾ ۽ ڪڪَس قبيلو نديءَ جي ڏکڻ ۾ رهي ٿو. اصلوڪي 'چيالي' جاگير پنچ ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. چياليءَ ۾ ڪشميري ٻوليءَ جا ڪيترا محاورا ۽ چوڻيون ملن ٿيون. هيءَ ٻولي پنجاب علائقي جي ڪوهہ مريءَ واري پهاڙي علائقي ۾ ڳالهائجندڙ ٻوليءَ سان ڪجهہ قدر مشابهت رکي ٿي. مظفر آباد جي اتر ۽ ايرندي پاسي هزاره جي علائقي جي حدن ۾ هيءَ ٻولي لهندا ۾ ضم ٿي وڃي ٿي، جتي لهندا 'چيالي' جي وچ واري لهجي جو ڪو نمونو نہ ٿو ملي. هزاره جي اتر ۾ ڪشن گنگا واديءَ طرف 'جلاس' واري علائقي ۾ 'شينا' ٻولي ڳالهائي وڃي ٿي ۽ چيال جي اتر ۾ وري خاص ڪشميري، ڏکڻ ۾ جهلم ضلعي واري پونوهاري ۽ ان جي اوير ۾ جمونءَ جي ڊوگري پنجابي ڳالهائي وڃي ٿي.

**چيڙ/ متيرو** (Pubescent Cucumber): چيڙ، ڏِٽ جو هڪ قسم آهي، جنهن کي سنڌ ۾ متيرو بہ چوندا آهن. چيڙ پوک واري زمين ۾ ازخود ولين جي صورت ۾ ٿيندو آهي. سنڌ ۾ چيڙ/ متيرو ٿر جي علائقي ۾ تمام گهڻو ٿئي ٿو. چيڙ اڪثر ٻنين ۾ پاڻمرادو ٿين ٿا، پر سانوڻ ۾ پوکبا بہ آهن، جيڪي سياري ۾ ڪائبا آهن. چيڙ ول واري ڀاڄي آهي. چيڙ شڪل ۾ گول، ڊگهو ۽ چٽڪمرو ٿئي ٿو. ذائقي ۾ ڪڙو توڙي مٺو ٿئي ٿو. مٺا چيڙ عام ماڻهو ڪچا بہ کائيندا آهن. چيڙ اڪثر ڀاڄيءَ وانگر ٻوڙ ۾ وجهبا آهن. ان کان سواءِ



اڌ ڪري، سُڪائي، ڪچريون ٺاهي به رکيا آهن. چيڙ جي سڄي ول گهوٽي، سُور يا سوڄ تي ٻڌڻ سان فائدو ڏئي ٿي. چيڙ عام ڪري ٿر ۾ اونهاري جي چوماسن برساتن کان پوءِ پاڻمرادو ٿين ٿا. چيڙن لاءِ گرم آبهوا ۽ برسات پوڻ ضروري آهي. سنڌ ۾ ٿر ۽ ڪاڇي اندر، جون، جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ برساتون پون ٿيون. جتي چيڙ گهڻي قدر ٿين ٿا. چيڙ يا متيري جي پوک لاءِ نرم، هلڪي ۽ ڀوري زمين گهرجي، جنهن ۾ پاڻيءَ جو بهتر نيڪال هجي. چيڙ جي فصل لاءِ وارياسي لٽاسي يا چيڪي لٽاسي زمين گهرجي. پوکيل چيڙن جي چوند ڏيڍ کان ٻن مهينن بعد ڪئي وڃي ٿي. چيڙ فصل طور هندستان ۾ اٽڪل ٽن هزارن سالن کان پوکيا وڃن ٿا. چيڙ پاڪستان ۾ ڏکڻ پنجاب ۽ بلوچستان کان سواءِ ڏکڻ افغانستان ۾ به ٿين ٿا.

**چيڙ ول**: چيڙن جي 'ول' کي 'چيڙ ول' چئبو آهي. هن ول ۽ گدره جي ول ۾ ٿورو فرق ٿيندو آهي. چيڙن جي ول ڇٽ هٽندي آهي ۽ چار پنج فوٽ ڊگهي ٿيندي آهي.

**چِتا**: مڙدي کي ساڙڻ لاءِ ڪاٺين جي ڍڳ کي 'چِتا' چئبو آهي. هندومت ۾ ڪنهن شخص جي لاڏاڻي کان پوءِ ان جي جسم کي ساڙيو ويندو آهي، جنهن کي 'ڏاگهَ' به چوندا آهن. ستي ٿيڻ جي رسم ۾ جيڪو ڪاٺين جو ڍڳ ٺاهبو هو، ان کي به 'چِتا' چوندا هئا.

**چترا سنگهه**: هندستان جي ناليواري غزل گائڪا چتراسنگهه، ڪلڪتي جي هڪ بنگالي گهراڻي ۾ جنم ورتو. سندس اصل نالو چترا دتا آهي.



چتراسنگهه جڳ مشهور غزل گائڪ سرڳواسي جگجيت سنگهه جي گهر واري آهي. هن جگجيت سان گڏجي ڪيترا غزل ڳايا، جيڪي سڄيءَ دنيا ۾ مشهور ٿيا. چترا ۽ جگجيت جا ڪيترا گڏيل البم رليز ٿيا، جن به تمام گهڻي مشهوري ماڻي. چتراسنگهه موسيقيءَ جي ڪا مخصوص سکيا ته نه ورتي هئي، پر جيئن ته سندس ماءُ هڪ ڪلاسيڪل ڳائڻي هئي، ان ڪري راڳ ڪيس ورثي ۾ مليو.

جگجيت سنگهه سان سندس ملاقات بمبئيءَ ۾ 1965ع ڌاري ٿي ۽ اها ويجهڙائپ وڌندي رهي ۽ 1969ع ۾ ٻئي شاديءَ جي ٻنڌڻ ۾ ٻڌجي ويا. شاديءَ وقت اڳئين مڙس مان هڪ ڌيءُ مونيڪا هئي، جنهن 2009ع ۾ خودڪشي ڪري ڇڏي. جگجيت سنگهه سان شاديءَ کان پوءِ 1971ع ۾ کيس هڪ پٽ وويڪ ڄائو، جيڪو به 18 سالن جي عمر ۾ هڪ روڊ حادثي ۾ وفات ڪري ويو. پٽ جي صدمي سبب چتراسنگهه ڳائڻ ڇڏي ڏنو ۽ ڪجهه عرصي کان پوءِ جگجيت ۽ سندس وچ ۾ به عليحدگي ٿي وئي.

چتراسنگهه جا هندي، پنجابي ۽ بنگاليءَ ۾ غزلن جا ڪيترائي البم موجود آهن. ان کان سواءِ ڌرمي حوالي سان به ڪيترا ڀڄن وغيره ڳاتا، جن ۾ 'هاءِ رام'، 'شابداس'، 'ڪرشنا' ۽ 'چراغ' تمام گهڻو مقبول ٿيا. سندس ڳايل بنگالي گيت اڄ به دنيا سميت ڀارت ۽ بنگلاديش ۾ وڏيڪ پسند ڪيا وڃن ٿا. سندس اردو غزلن ۾ 'يه تيرا گهر يه ميرا گهر'، 'تم آؤ تو سهي'، 'وُه نهين ملتا مجهي'، 'ساري بدن ڪا خون' وڏيڪ مشهور ٿيا.

چترا جي جگجيت سنگهه سان گڏ جاري ڪيل البمن ۾ 'عشق ۾ غيرت جذبات هي'، 'آئي هين سمجهاني لوگ'، 'اس ڪي حسرت هي' وغيره مقبول رهيا.

**چترال**: چترال، خيبر پختونخوا صوبي جو خوبصورت علائقو آهي. هي ايراضيءَ جي خيال کان سڀ کان وڏو ضلعو آهي، جيڪو صوبي جي پنجين حصي جي برابر آهي. هن ضلعي ۾ هيٺيان تعلقا اچي وڃن ٿا: (1) مستوج، (2) دروش، (3) تورڪو (4) موڙکهو (5) چترال ۽ (6) لٽڪوه. چترال ضلعو مالاڪنڊ ڊويزن ۾ شامل آهي. چترال جي اتر ۽ اولهه ۾ افغانستان، اوڀر ۾ ڊِير ۽ دوست ضلعا آهن. هيءُ ضلعو هر پاسي کان ڪوهه هندوڪش ۽ وڏن جبلن ۾ گهيريل آهي. هتي اوچين پهاڙين جون ڪيتريون چوٽيون آهن. جن



۾ 'ترچ مير' سڀ کان اوچي ۽ اڪثر برف سان ڍڪيل هوندي آهي. هن چوٽيءَ جي اوچائي سامونڊي سطح کان 25 هزار فٽ بلند آهي. ان کان سواءِ 'استورو نال'، 'نوشاق'، 'سراغرار' ۽ 'بوني زوم' به اهم چوٽيون آهن. 'بروغل'، 'درواز'، 'دوراه'، 'شندور' ۽ 'لواري' وارا لڪ مشهور آهن. 'چترال درياهه' بروغل وٽان چيانتار نالي برفاني علائقي مان نڪري، افغانستان ۾ داخل ٿئي ٿو، جتي هيءُ 'ڪنٽر درياهه' جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. چترال ۾ ساڍا ٽي چار هزار ق. م ۾ آريا آباد هئا. آرين کان پوءِ هيءُ علائقو ايرانين جي قبضي ۾ ويو. اڳتي هلي هن علائقي کي چينين فتح ڪري پنهنجي هڪ صوبي 'ڪاشنخر' ۾ شامل ڪري ڇڏيو، جيڪو پوءِ 'قسقار' نالي سان مشهور ٿيو. هاڻوڪو نالو 'چترال' اصل ۾ 'چترار' آهي. عام ماڻهو ان کي 'چترال' ۽ مقامي ماڻهو 'چترار' چون ٿا. اٽڪل ڏيڍ هزار سال اڳ چترال ۾ ٻڌ مذهب جا ماڻهو آباد هئا. 1100 سال اڳ مسلمانن هن علائقي جي مٿئين حصي کي فتح ڪيو. ان کان اٽڪل 200 سال پوءِ رئيس خاندان جي بادشاهن سو مالڪ کي شڪست ڏني، جيڪو چترال جي اترين علائقن کان گلگت تائين حڪمران هو. هن سموري علائقي ۾ اسلام کي پکيڙيو. رئيس خاندان جي فتح کان اٽڪل 200 سال پوءِ ڪٽور خاندان هن علائقي تي قبضو ڪيو. جن چئن سؤن سالن تائين چترال تي حڪومت ڪئي. انهيءَ خاندان جو مشهور بادشاهه 'امان الملڪ' هو. 1892ع ۾ امان الملڪ جي فوت ٿيڻ کان پوءِ سندس پٽن ۽ مائٽن ۾ ويڙهه سبب هن علائقي ۾ بدامني پکڙجي وئي، ان ڪري انگريزي فوج کي مداخلت جو موقعو ملي ويو. انگريزن محمد شجاع الملڪ کي هتان

جو سربراهه بڻايو. شجاع الملڪ چترال ۾ امن قائم ڪرايو. عوام جي بهتريءَ لاءِ رستا، واهه ۽ اسڪول قائم ڪيا. بجلي ۽ ٽيليفون جون سهولتون ميسر ڪرائي ڏنيون. 1936ع ۾ محمد شجاع الملڪ جي وفات ڪان پوءِ سندس پٽ محمد ناصر الملڪ چترال جو سربراهه بڻيو. هن خاندان جي آخري حڪمران سر محمد ناصر الملڪ 'ناصر' برصغير جي ورهاڱي جي اعلان ڪان اڳ ٽي مئي 1947ع ۾ چترال کي پاڪستان ۾ شامل ڪرڻ جو اطلاع، وائسراءِ هند کي ڪري ڇڏيو. ائين پاڪستان ۾ شامل ٿيندڙ پهرين رياست چترال هئي. 28 جولاءِ 1969ع تي چترال کي خيبر پختونخوا صوبي جو ضلعو بڻايو ويو. چترال شهر سمنڊ جي سطح ڪان 4900 فٽن جي بلنديءَ تي آهي. 15 ڊسمبر ڪان 15 مئي وچ ڌاري هتي شديد برفباري ٿيندي آهي. چترال ۾ پولو راند جو هڪ شاندار ميدان آهي، جيڪو دنيا جو بلند ترين پولو ميدان آهي. چترال سياحت لاءِ دلڪش منظرن وارو شهر آهي. هتي دنيا جي گهڻو ڪري سمورن ملڪن مان سياح ڪيلاش واديءَ جو نظارو ڪرڻ ايندا آهن. ڪيلاش واديءَ کي هتي جا ماڻهو 'ڪافرستان' به چوندا آهن.

**چترالي ستار**: هي چترال جي واديءَ جو مشهور ساز آهي. جنهن کي چنگ به چوندا آهن. چترالي ستار اترين علائقن ۽ روس مان آزاد ٿيل مسلمان رياستن ۾ گهڻو مقبول ۽ معروف آهي. هيءُ ساز 'شاهه بلوط' جي ڪاٺيءَ مان ٺهي ٿو جيڪو نازڪ آواز جي صورت ۾ تيز ۽ پرسوز سر ڪيندو آهي. هي ساز وزن ۾ ستار وانگر بلڪل هلڪو هوندو آهي. هن جو تنبو، جنهن کي طبلي به چئبو آهي، بيضوي شڪل جو هوندو آهي. بناوت ۾ آخري سري تائين مخروطي شڪل اختيار ڪري اٽڪل ڏيڍ گز ڊگهي ڏنڊيءَ سان جڙيل هوندو آهي، هن ۾ پنج تارون ۽ چوڏهن سندريون ٿين ٿيون. هن جي وڄائڻ جو نمونو چيڪاريءَ جهڙو آهي ۽ يا ستار وانگر به وڄائبو آهي. هڪ آڱر ۾ مضراب وجهي ان سان تارن کي ڇيڙبو آهي ۽ ٻئي هٿ جي آڱرين ۾ تارن کي قابو رکي گهربل آواز ڪڍي راڳ ڳائبو آهي. هي ساز ڏيڍ وال ڊگهو ٿئي ٿو.

**چتر پيچ**: چتر پيچ ٺٽي جو مشهور شاعر هو. مير علي شير قانع لکيو آهي ته 'فن انشاءَ' ۾ سندس به مثال نه هو. سندس مثنويون مشهور هيون. تاريخ گوئيءَ ۾ نظم توڙي نثر ۾ بلاغت جو صاحب هو. تاريخ گوئيءَ ۾ سحرڪاري ڪندو هو. ٺٽي جي هڪ حاڪم جي وفات ۽ سندس پٽ جي مسند نشينيءَ تي هيٺين تاريخ چيائين:

تقلب نيست در مصراع 'طوسي'
ڪه 'مرگ خر بود سگ راعروسي'
(1167هه)

**چتر چوڏس**: هن ڏينهن لاءِ هندن ۾ روايت آهي ته ويساڪ جي سهائي چوڏس تي پڳوان وشنوءَ، نرسنگهه (نرسمهه) روپ ڌاري، هرڻاڪشپ جو خاتمو آندو ۽ سندس پُٽ پڳت پرهلاد جي سنڀال ڪئي، ان ڪري هن ڏينهن کي نرسمهه جينيءَ جي روپ ۾ ملهايو ويندو آهي. هندو ڌرم وارا هن ڏينهن ورت رکندا آهن ۽ پڳوان نرسمهه (نرسنگهه) جي پوڄا ڪندا آهن.

**چترڪار** (رسالو): چترڪار هڪ سنڌي فلمي رسالو هو. جيڪو جون 1937ع ڪان ڪراچيءَ مان ديپڪدي 'آشا' (ايڊيٽر) جاري ڪيو هو. هن رسالي ۾ اردو جا ٻه صفحا به شامل هئا. ڪي. ايم. شندا ۽ ايم. ڊي. آشا رسالي جا جوائنٽ ايڊيٽر هئا. رسالي جو دفتر چيف ڪورٽ جي سامهون نيو ڪمرشل ڪاليج جي بلڊنگ ۾ هو. هن رسالي ۾ فلمي خبرون، ڪهاڻيون، افسانا، شعر ۽ فلمي ٽائيپ جي سوالن جوابن تي مشتمل مواد هوندو هو.

**چترڪاري/ مصوري** (Painting): چترڪاري/ مصوري فنون لطيفه جو هڪ قسم آهي، جيڪو قديم دور جي انسان جي ايجاد آهي. چتر جي معنيٰ آهي 'چِٽ'، ان ڪري چترڪاري، چِٽن يا تصويرن ڪڍڻ جي فن کي چئبو آهي. اوائلي انسان جي چترڪاريءَ جا نقش غارن اندر، پٿرن ۽ چٽين تي ٺاهيا ويا، جنهن جا نمونا دنيا جي ڪيترن حصن ۾ اڄ به ملن ٿا. سڀ ڪان قديم نقش نگاريءَ جا نمونا فرانس مان دريافت ٿيا آهن. جن بابت تاريخدانن جو چوڻ آهي ته اهي 32 هزار سال پراڻا آهن. ان ڪان سواءِ آثار قديم جي ماهرن جبلن تي نقش نگاريءَ جا ڪجهه نمونا لڌا آهن. جيڪي آسٽريليا جي اتر اولهه واري خطي 'ڪِمبرلي' ۾ آهن. اهي 40 هزار سال پراڻا ٻڌايا وڃن ٿا.



دنيا جي ٻين به ڪيترن ملڪن جهڙوڪ: هندستان، فرانس، اسپين، پورتگال، چين، آسٽريليا ۽ پاڪستان جي سلڪ روڊ، چترال ۽ سنڌ وغيره مان به اهڙن قديم چترڪاري/ مصوريءَ جي نمونن جا اهڃاڻ ملن ٿا. تازو دادو ضلعي جي علائقي جي ڪاڇي جي چٽن تي بدر ابڙي جو ڪتاب 'ڪيرٿر ۾ چٽسالي' ڇپيو آهي، جنهن ۾ ڪيرٿر ۾ قديم چٽساليءَ بابت تفصيلي معلومات ڏني وئي آهي.

چٽ ڪڍڻ جا گهڻائي نمونا آهن. سڀ سڀئي واري چٽ کي 'برڙ' چئجي ٿو رنبي سان ڪاٽ تي ڪڍيل چٽن کي 'اُڪر' چئجي ٿو. پٿر تي به چٽ چٽيا وڃن ٿا، جيڪي مڪليءَ جي قديم قبرستان ۾ ڏسي سگهجن ٿا. پر ڪن چٽن ۾ رنگن جو استعمال ڪجي ٿو. اهڙا چٽ مصوريءَ جي زمري ۾ اچن ٿا. چترڪاري/ مصوري ڪرڻ لاءِ مختلف رنگن جو صحيح استعمال ڪرڻ چترڪار جي فني مهارت جي عڪاسي ڪندو آهي. تصويرن ۾ رنگن جو تاثر اوترو اهم هوندو آهي، جيترو موسيقيءَ ۾ سُر تال ۽ آواز جو هوندو آهي. چترڪاري/ مصوريءَ ۾ هر تهذيب جي رنگن جو استعمال مختلف ٿيندو آهي. جهڙوڪ: ڪارو رنگ مغرب ۾ صبح جي نشاندهي ڪري ٿو، جڏهن ته اڇو رنگ وري مشرق ۾ صبح ۽ امن جي نشاندهي ڪري ٿو. ڪيترن مصورن ۽ ليکڪن جهڙوڪ: گوئٽي، نيوٽن، ڪٺ ونسڪي، پنهنجا الڳ رنگي نظريا (Colour Theories) ڏنا آهن. رنگن جو صحيح استعمال مصور

جي پورٽريٽ کي زندگي ڏئي، ان کي معنيٰ خيز بڻائيندو آهي. چترڪاري/ مصوريءَ جا ڪيترائي قسم آهن. جيڪي مختلف حالتن ۾ مصوريءَ جي ضرورتن کي مدنظر رکندي چترڪار/ مصور استعمال ڪن ٿا. انهن قسمن ۾ هيٺيان اهم آهن:



**آئل پينٽ** (Oil Paint): هن چترڪاريءَ جي عمل ۾ رنگين مادو اهڙي نموني استعمال ڪيو ويندو آهي، جو ٻئي طرف ان مان پيدا ٿيندڙ تيل به خشڪ ٿي وڃي. هيءُ طريقو اتر يورپ ۾ هالينڊ جي چترڪاريءَ ۾ گهڻي حد تائين ڏٺو ويو آهي. سنڌ ۾ آئل پينٽ ۾ محمد علي ڀٽي شاهڪار مصوري ڪئي آهي.

**پيسٽل** (Pastel): هيءُ چترڪاريءَ جو طريقو هڪ ڪانيءَ جي شڪل ۾ خالص چنبڙائيندڙ رنگين مادي تي مشتمل آهي.

**واٽر ڪلر** (Water Color): هن چترڪاريءَ جي طريقي ۾ رنگين مادي کي پاڻيءَ ۾ محلول ڪري مصوريءَ ۾ استعمال ڪبو آهي. چين، ڪوريا ۽ جپان ۾ هي طريقو گهڻي قدر استعمال ٿئي ٿو. ع. ق. شيخ ۽ فتاح هاليپوٽو ۽ سندن شاگردن جو وڏو تعداد واٽر ڪلر پينٽ استعمال ڪري ٿو.



**مَس** (Ink): مس ذريعي چترڪاري، برش ۽ پين ۾ مس وجهي ڪئي ويندي آهي. مس متفرقه عنصرن تي مشتمل هوندي آهي، جنهن ۾ ڪيترا رنگين مادا، مددگار ۽ ڳارڻ وارا عنصر ۽ ڪاٺ وغيره شامل هوندا آهن.

**فريسڪو** (Fresco): هيءُ چترڪاري/ مصوريءَ جو طريقو ڀتن ۽ ڇتين تي پورٽريٽ ٺاهڻ لاءِ استعمال ٿئي ٿو. فريسڪو (Fresco) جو لفظ اصل ۾ اطالوي آهي، جيڪو لاطيني ٻوليءَ جي لفظ Fresh مان ورتل آهي. هيءُ طريقو 16هين صديءَ ڌاري يورپ جي ادبي تحريڪ کان وٺي استعمال ٿيندو اچي. هن کي سنڌي ڪاريگر 'اٽيل ڇٽ' چون ٿا.



جيڪو گهڻو ڪري مذهبي جاين ۾ استعمال ڪيو ويچي ٿو. سنڌ ۾ جامع مسجد ٺٽي ۽ جامع مسجد خداآباد جي گنبذن اندران اهڙا چٽ ملن ٿا.

**گوچي** (Gouache): هي چترڪاريءَ جو طريقو، جنهن ۾ رنگدار مادو پاڻيءَ ۾ تحليل ڪيو ويندو آهي، واٽر ڪلر کان مختلف هوندو آهي. واٽر ڪلر ۾ استعمال ٿيندڙ ذرڙا وڏا ٿيندا آهن ۽ پاڻيءَ ۾ رنگدار مادي جو تناسب به گهڻو ٿيندو آهي.



ان کان سواءِ چترڪاري/ مصوريءَ جي فن ۾ انئمل (Enamel)، اسپري پوائنٽ (Spray· Point) ۽ ٽيمپرا (Tempra) شامل آهن، جن چترڪاريءَ جي قديم فن کي جدت بخشي آهي.

چترڪاريءَ/ مصوريءَ جي فن ۾ سنڌ جو پنهنجو الڳ مقام آهي، جنهن جي تاريخ تمام قديم آهي ۽ ان جا اوائلي اهڃاڻ سنڌو ماٿريءَ جي قديم آثارن جي کوٽائيءَ مان به هٿ آيا آهن. ماهرن جو خيال آهي ته مصوريءَ ۽ مجسمن ٺاهڻ جو فن سنڌو تهذيب ۾ آڳاٽو موجود هو. جنهن کي سنڌو ماٿريءَ ۾ رهندڙ قديم دؤر جي انسانن ايجاد ڪيو. سنڌو ماٿريءَ ۾، چترڪاريءَ جي فن جا اوائلي اهڃاڻ، مٽيءَ جي ٿانوَن تي نظر اچن ٿا، جن جا نشان ۽ نمونا آمريءَ جي دڙي، ڪوٽڏيجيءَ، موهن جي دڙي، هڙپا جي آثارن، ڀنڀور ۽ برهمڻ آباد جي آثارن جي کوٽاين مان هٿ آيل ٿانوَن تي صاف ۽ چٽا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. موهن جي دڙي ۽ هڙپا مان هٿ آيل ٿانوَن تي انسان، جانورن، پکين ۽ گلن ٻوٽن جون شڪليون ۽ چٽ چٽيل آهن. انهن کي ئي هن فن جي شروعاتي صورت چئي سگهجي ٿو.

سر مارٽمر وهيلر پنهنجي ڪتاب 'The Indus Civilization' جي ٽئين ايڊيشن ۾ لکيو آهي ته موهن جي دڙي جي آثارن مان هٿ آيل ٿانوَن تي گهڻو ڪري ٽن رنگن ۾ نقش نگاري/ چٽسالي ٿيل آهي. انهن ٽن رنگن ۾ ڦڪو، گلابي، ڳاڙهو ۽ ڪارو رنگ استعمال ٿيل آهن، پر گلابي ۽ ڦِڪي رنگ جو استعمال آمري ۽ مهرڳڙهه ۾ گهڻو استعمال ٿيل آهي.

ساڳئي موضوع تي آمريڪي ماهر ڊاڪٽر جي. وي. ڪناير پنهنجي ڪتاب 'The Ancient Cities of Indus Valley Civilization' (1998) ۾ لکيو آهي ته: "مٽيءَ جي ٺهيل مرتبان (Jar) جي مٿان بنيادي ڳاڙهي رنگ جو تهه چڙهيل آهي ۽ ان تهه تي وري ڪاري رنگ جي چٽسالي ڪيل آهي، جنهن چٽساليءَ ۾ مور، سائي رنگ جي گلڪاري ۽ هڪٻئي کي ڪپيندڙ گول شڪليون ٺهيل آهن. اهو مرتبان (Jar) چانهونءَ جي دڙي مان لڌو ويو آهي."

اسلامي دؤر کان اڳ واري دؤر جي هٿ آيل ٿانوَن ۾ ڪي ٿانوَ ڏاڍا اهم آهن. انهن ٿانوَن تي ٿيل چٽساليءَ مان اهو ثبوت ملي ٿو ته سنڌو ماٿر ۾ چترڪاريءَ جو فن گهڻو آڳاٽو آهي. هڪ ٿانوَ تي هڪ نچندڙ ماڻهن جي

جوڙي ۽ سورج مکيءَ جا گل ٺهيل آهن. اهي سڀ ٺاٺوَ هن شهر جي اسلامي دؤر کان اڳ آباد هجڻ ۽ مصوريءَ جي فن جو ان دؤر ۾ به موجود هجڻ جي شاهدي ڏين ٿا. اهڙيءَ طرح ٿرپارڪر ۾ گوڙيءَ جي مندر ۽ ڀوڏيسر جي مندرن جي گنبذن جي اندرين پاسن کان ڇت ۽ تصويرون ٺهيل ملن ٿيون.

سنڌ ۾ ٻين لطيف فنن وانگر هن فن به سمن ۽ سومرن جي دؤر ۾ گهڻي ترقي ڪئي. خاص ڪري ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي زماني ۾ ٻين علمن سان گڏ چترڪاريءَ جي فن وڏي ترقي ڪئي. ڪيترا فنڪار ۽ چترڪار آذربائيجان، ازبڪستان، تاجڪستان، ايران ۽ ٻين ملڪن مان لڏي سنڌ اچي آباد ٿيا. ان ڪري جتي سنڌ جو سماجي ۽ معاشي ڍانچو بريءَ طرح متاثر ٿيو، اتي ٻاهرين هنرمندن جي اچڻ سان چترڪاريءَ جي فن ۾ جدت آئي.

پاڪستان جي آرڪيالاجي کاتي جي ماهر شيخ خورشيد حسن پنهنجي مقالي 'Paintings in Muslim Sindh' ۾ لکيو آهي ته راجپوت ۽ مغل چترڪاريءَ جي روايت سنڌ جي چترڪارن ۽ فنڪارن تي نه فقط پنهنجا اثر ڇڏيا، پر انهن ۾ اتساهه به پيدا ڪيو. انهيءَ چترڪاريءَ جو ثبوت ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دؤر ۾ چترڪارن جون ٺاهيل تصويرون ۽ چترڪاريءَ جا ٻيا فن پارا شامل آهن. ڪلهوڙن جي دور کي مذهبي جاين تي چٽساليءَ جي عروج وارو زمانو چئي سگهجي ٿو.



حيدرآباد جي ٽالپر شاهي خاندان جي ڪتبخاني ۾ موجود اردو زبان ۾ لکيل هڪ باتصوير ديوان موجود آهي، جنهن ۾ تمام ننڍڙين تصوين کان سواءِ ڪيترن بادشاهن ۽ مشاهيرن جي تصوين جي مصوري ڪيل آهي. انهن تصويرن ۾ ايران جي قاچار خاندان جي شهنشاهه فتح علي شاهه قاچار، شهنشاهه همايون، شهنشاهه اورنگزيب، مغل راڻي نورجهان، سنڌ جي بادشاهه مير فتح علي خان ٽالپر، خيرپور جي حاڪم مير رستم علي خان ٽالپر وغيره جون تصويرون خاص طور قابل ذڪر آهن. 'ٽالپر حاڪمن جا علمي ڪارناما' عنوان واري مقالي ۾ ٽالپر دؤر جي مشهور مصورن جا نالا مرزا گل حسن 'احسن' ڪربلائي ۽ ٻيا ڄاڻايل آهن.

ٽالپر حڪمرانن کان پوءِ چترڪاريءَ جو فن انگريزن جي دؤر ۾ به سنڌ ۾ جاري رهيو. مسجدن ۽ ڪن درويشن جي درگاهن ۽ مقبرن ۽ حاڪمن جي محلن جون ديوارون، چٽساليءَ ۽ نقش نگاريءَ جي ڪري اڄ به مشهور آهن. ان کان سواءِ تلهار ۽ ٽنڊي باگي جي ويجهو شاهه طربل اسماعيلي درويش جي درگاهه جون اندريون ديوارون گجراتي فن مصوريءَ جي ڪري مشهور هيون. مير عظيم ٺٽوي، ٽالپر دؤر جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ٺٽي وارو بنگلو ديوارن تي چترڪاريءَ سبب مشهور هو دادو ضلعي ۾ ميرن جي قبرستان ۾ ٺهيل قبن اندر ديوارن تي چترڪاري ٿيل آهي، جنهن ۾ قبيلن جا سردار ويٺل ڏيکاريا ويا آهن. هڪ تصوير ۾ گهوڙي ۽ هاٿيءَ تي ويٺل سوارن کي لڙائيءَ واريءَ حالت ۾ ڏيکاريو ويو آهي.

انگريزن جي دؤر کان پوءِ سنڌ جي مشهور مصورن ۾ ع. ق. شيخ جو پنهنجو نمونو آهي ته وري گل محمد کتريءَ، ظفر ڪاظميءَ ۽ علي اڪبر سومري جو پنهنجو منفرد انداز آهي. هي سنڌ جا جينيس چترڪار ليکيا وڃن ٿا. ظفر ڪاظميءَ ته سنڌ ميوزيم حيدرآباد جو سمورو تخليقي ڪم پاڻ سرانجام ڏنو. علي اڪبر سومري شاهه جي بيتن تي شاهڪار مصوري ڪئي آهي، جنهن تي مشتمل 'Illustrated Works of Shah A. Latif Bhitai' سندس ڪتاب ڏيهه پرڏيهه ۾ وڏي شهرت ماڻي آهي. منظرڪشيءَ ۾ مسرت مرزا، عبدالرحيم ناگوري، فتاح هاليپوٽو، رضوان عمراڻي، لال محمد پٺاڻ، عظيم چانديو به انفراديت رکن ٿا. نئين ٽهيءَ ۾ خدابخش ابڙو، محمد علي پٺي، راز ناٿن شاهي، هارون چنو، ساجد قريشي، احمد علي مگھڻهار، نعمت خلجي، خالد سومرو، حفيظ قريشي ۽ ٻيا ڪيترائي نالا آهن، جن ڏيهه توڙي پرڏيهه ۾ سنڌي هئڻ ناتي هن فن کي فروغ ڏنو آهي. چترڪارءَ جي فن کي وڌيڪ فروغ ڏيڻ لاءِ سال 1972ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ فائين آرٽس جو شعبو قائم ڪيو ويو، جيڪو هينئر سينٽر آف آرٽس اينڊ ڊزائين طور ڪم ڪري رهيو آهي. ابتدا ۾ هن شعبي ۾ عبدالرحيم ناگوري ۽ مسرت مرزا استاد طور مقرر ٿيا. ان کان سواءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جي ايجوڪيشن واري شعبي ۾ ظفر ڪاظميءَ کي انهن استادن جي سکيا لاءِ رکيو ويو. ساڳيءَ ريت سنڌ سرڪار ٽريننگ ڪاليج (ميل) واري ڊرائنگ جي شعبي کي ترقي ڏياري، سڄيءَ سنڌ ۾ هاءِ اسڪولن ۾ مقرر ٿيل ڊرائنگ ماسترن جي وڌيڪ سکيا لاءِ ڊرائنگ ٽيچرس ٽريننگ سينٽر جي نالي سان هڪ نئون ادارو قائم ڪيو ۽ ع. ق. شيخ کي ان جو پهريون پرنسپال مقرر ڪيو ويو.

سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينٽر آف آرٽس اينڊ ڊزائين واري شعبي مان ڪيترا سٺا آرٽسٽ تيار ٿي نڪتا آهن، جن ۾ نعمت خلجي، لئنڊاسڪيپ جو سٺو مصور آهي، لطف انصاري، سعيد منگي، علي عباس، غلام قاسم خاصخيلي، نصرت منگي، رياض منگي، عظميٰ ڪاظمي ۽ ٻيا به ڪيترا اعليٰ پايي جا آرٽسٽ شامل آهن. آرٽس فئڪلٽيءَ طور مشهور محمد عالم ابڙو، دارا عالم ابڙو، اياز عالم ابڙو، ساقي عالم ابڙو، منصور عالم، شبير عالم، قيص عالم (مرحوم) ۽ طارق عالم (مرحوم) پڻ چترڪاريءَ ۾ پاڻ ملهائي چڪا آهن.

ان کان سواءِ خاتون آرٽسٽ بيگم غلام علي مرزا وهاڻن جي ڇِٽُن، بسترن جي چادرن ۽ صوفا سيٽن جي گادين جي ڪَوَرن تي گُلڪاريءَ ۾ سٺي آرٽسٽ آهي. قاضي خضر حيات ڪيليگرافيءَ ۽ مجسمي سازيءَ جي فن ۾ وڏي مهارت رکي ٿو. نور محمد پٺاڻ، وحيده قاضي ۽ قاضي منظر حيات به هن فن ۾ مهارت رکن ٿا. ع. ق. شيخ جي نياڻي رشيده بلوچ ۽ شگفته شاهه عام چترڪاريءَ، گلڪاريءَ ۽ اسڪيچ ڊرائنگ ۾ سٺي ڄاڻ رکن ٿيون.

سنڌي ٻوليءَ اٿارٽيءَ ۾ سنڌي لنگئافون پراجيڪٽ جي ورڪ بوڪ اسڪيچن تي علي اڪبر سومري ٺي ڪم ڪيو آهي. جنهن شاهه لطيف جي

بيتن کي به پنهنجي مصوريءَ ۾ ڪمال واري انداز سان پيش ڪيو هو.

فيڊرل ڪاليج آف آرٽس اينڊ ڊزائيننگ توڙي سينٽر فار ايڪسيلينس، آرٽ اينڊ ڊزائين، ڄامشوري مان مستقبل ۾ سنڌ لاءِ سٺن آرٽسٽن جي پيدا ٿيڻ جون اميدون ڪري سگهجن ٿيون. هارون چنا پڻ سنڌ جي چترڪاريءَ/ مصوريءَ ۾ مهارت رکي ٿو. شاهه لطيف ۽ شيخ اياز جي ڪيترن بيتن تي ٻڌل سنڌس اسڪيچ شاهڪار آهن. هن مصوريءَ جي ميدان ۾ به پاڻ مڃايو آهي. ان کان سواءِ فتاح دائودپوٽو، چندر اداسي، اياز جوکيو، مهراڻ جوکيو ۽ ٻيا ڪيترا آرٽسٽ چترڪاريءَ ۾ فن جو بهترين اظهار ڪري رهيا آهن.

**چترو ناگپال:** سنڌي ٻوليءَ جو ڪهاڻيڪار، شاعر، مزاحيه اديب. چترو ناگپال، 2 فيبروري 1932ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. سنڌس پورو نالو چترو نهچلداس ناگپال هو. چترو ناگپال ٻهگُڻي شخصيت رهيو آهي. 10، 11 سالن جي عمر ۾ اسڪول جي ناٽڪ 'پرهلاد ڀڳت' ۾ چوڪريءَ جو پارٽ ادا ڪيائين ۽ ائين ڊرامن ۾ سنڌس دلچسپي وڌي. اسڪول کان موٽندي هڪ پينٽر جي دڪان تي ويهي ڪيس تصويرون ٺاهيندي ڏسندو هو. ان شوق اڳتي ڪيس مصور ۽ مجسمي ساز بڻايو.



ڪراچيءَ ۾ اوپيرا هائوس ويجهو نوتن ڪلا مندر ۾ پينٽنگ سکڻ ويندو هو. ورهاڱي بعد مائٽن سان گڏ بمبئيءَ جي بوريوالي علائقي ۾ اچي رهيو. 1950ع ڌاري مئٽرڪ جو امتحان ڏئي 100 روپين پگهار تي هڪ ريڊي ميڊ ڪارخاني ۾ نوڪري ڪيائين. 1952ع ڌاري ڪلياڻ سنگيت ودياليه دادر بمبئيءَ ۾ وايولن سکڻ ويندو هو. ان کان سواءِ مصوري ۽ ناچ سان به گهڻو چاهه هئس. 50 جي ڏهاڪي ۾ هڪ ڊانس ڪلاس ۾ ڪجهه عرصو تربيت ورتائين. 1953ع ۾ بمبئي ريلوي جي چرچ گيٽ آفيس ۾ ملازمت ڪيائين ۽ گڏوگڏ جئه هند ڪاليج ۾ پڙهائي جاري ڪيائين. بي. اي دوران سنڌس نامور اديبن ارجن شاد ۽ پروفيسر رام پنجواڻيءَ سان لاڳاپا وڌيا ۽ هن ادبي دنيا ۾ قدم رکيو. سنڌي ساهت منڊل جي ڪلاسن ۾ شريڪ ٿيندو هو. 'سرسوتي' ۽ ٻين مخزنن ۾ لکڻ جي شروعات ڪيائين. لکڻ سان گڏ سنڌس لطيفِ فن (Fine Arts) سان دلچسپي به برقرار رهي. سنڌس بيچين من کي هڪ هنڌ ٽڪاءُ نه آيو. بمبئيءَ جي اسڪول آف آرٽس ۾ سنگتراشيءَ جي سکيا ورتيائين. ڪاليجي تعليم دوران ڪلاس جي چوڪرين جا ماڊل ٺاهيندو هو. هن شاهه، سچل ۽ ساميءَ سان گڏ پروفيسر منگهارام ملڪاڻي، پوپٽي هيراننداڻي، ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي، امرتا پريتم، ائڪٽر ڪمار ۽ ٻين جا مٽيءَ جا پتلا ٺاهيا. سنڌس شاهه، سچل ۽ ساميءَ جي تصويرن ڪيترن مخزنن ۽ پڪچر پوسٽ ڪارڊن تي ڇپجي وڏي مقبوليت ماڻي.

چترو ناگپال بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي. اي ڪرڻ کان پوءِ 1962ع ڌاري ايم. اي (راشٽرڀاشا رتن) به ڪئي. هن جون ڪهاڻيون سنڌيءَ جي مشهور مخزنن- ڪونج، ڪهاڻي ۽ رچنا وغيره ۾ به شايع ٿينديون هيون. هن سٺ کان مٿي ادبي ۽ سياسي طنزناما به لکيائين. چترو ناگپال شاعر به هو. هن نوجوان پٽ جي حادثي تي هڪ طويل نظم لکيو جيڪو ماهوار ڪونج ڪتابي صورت ۾ شايع ڪيو.

چترو ناگپال کي وطن سنڌ ۽ خاص طور جنم شهر شڪارپور سان ڏاڍي محبت هئي. ريلوي ملازمت دوران به دفعا فري پاس تي (1962ع ڌاري) لاهور کان شڪارپور ۽ ڪراچيءَ جو سفر ڪري سنڌ گهمي ويو. گ. ل. ڏوڙيچا جي سفرنامي کان متاثر ٿي ڪيس هڪ طويل خط 'ياد وطن' جي نالي سان لکيائين، جيڪو اڳتي هلي ساڳئي عنوان واري ڪتاب ۾ شايع ڪيائين. چتروءَ پنهنجي مختصر آتم ڪٿا به لکي، جيڪا سنڌس ڪهاڻين جي ڪتاب ۾ شامل آهي. ڪيس NCPSL طرفان سنڌس ٻن ڪتابن 'تنهنجي منهنجي آتم ڪهاڻي' ۽ 'ڪنڊن جو مربو' تي ادبي انعام به مليا. چترو ناگپال جا هيٺيان ڪتاب شايع ٿيل آهن: (1) جواني ڏينهن چار (12 ڪهاڻيون: 1967ع)، (2) روم ۾ هڪ رات (14 ڪهاڻيون: 1982ع)، (3) تنهنجي منهنجي ڪهاڻي (11 ڪهاڻيون ۽ آتم ڪٿا: 1992ع)، (4) دلبر پٽ منهنجو (شاعري: 1996ع)، (5) يادِ وطن (خط، شاعري ۽ ڪهاڻي: 1996ع)، (6) ڪنڊن جو مُربو (سياسي ۽ ادبي طنزيه مضمون: 1998ع).

چترو ناگپال، جنوري 2007ع ۾ ناگپور (ڀارت) ۾ وفات ڪئي. سنڌس وفات بعد انڊين انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، آديپور، ڪڇ (ڪڇ) ڀاران ٽماهي رسالي 'رچنا' جو هڪ پرچو (جنوري- مارچ 2007ع) سنڌس نالي ڪيو ويو.

**چَتون:** سمنڊ جي کاري مڇيءَ جي هڪ قسم کي چَتون سڏبو آهي، چو ته اُن جو مُنهن چتونءَ جهڙو ٿيندو آهي. چتون مڇيءَ جا پک سائي رنگ جا ٿيندا آهن. هيءَ مڇيءَ وزن ۾ اڌ ڪلوجي ٿئي ٿي.

**چتون:** مشهور پکي، طوطو، مِٺُو (تفصيل لاءِ ڏسو: طوطو).

**چَتِي:** ڪپڙي جي ڦاٽل حصي کي ننڍي ٽڪر سان ڳنڍڻ کي چتي يا پيوند چئبو آهي. ان کي فقيريءَ يا عجز جي نشاني ڪري سمجهيو ويندو آهي. روايت آهي ته حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جن سادي زندگي گذاريندا هئا ۽ ڪپڙن کي چتيون هڻي پائيندا هئا. عام طور تي مجذوب فقير، مجاور وغيره به چتين وارا ڪپڙا پائيندا آهن.

- مٽي ۾ ڪوڙيل وارن جي چورس رتري کي به چتي چئبو آهي.
- چڳل جُتيءَ کي ڳنڍڻ لاءِ چمڙي جي ٽڪري هڻڻ کي به چتي چيو ويندو آهي.

**چِٽ:** بدي مهيني ۾ ڪيري پڇڙ جا ڏينهن، جيڪي گهڻا گرم ۽ گهُٽ وارا ٿيندا آهن. بدي جي چِٽ جو مدو چاليهه ڏينهن ٿيندو آهي. بدي جو سڄو مهينو ۽ اسوءَ جا پهريان ڏهه ڏينهن، جملي چاليهه ڏينهن 'چِٽ جا ڏينهن' ليکبا آهن. هن عرصي دوران جوئر ۽ ٻين فصلن جو اَن پچي راس ٿيندو آهي. ٻهراڙيءَ جا هاري چوندا آهن ته جيڪڏهن ڪانهن جي ٻوڙي تي ڪاري ڪٽڃي ويهي ۽ ڪانهن جو ٻوٽو اَن جو ٻار جهلي وڃي ته ان کي 'چِٽ' جي پوري ٿيڻ جي نشاني سمجهندا آهن. سنڌ ۾ اڄ به مشهور آهي ته: "چِٽ نه ڪنهن جي مِٽ". چِٽ کي چئن حصن ۾ ورهايو ويندو آهي: (1) ڪنگوءَ ۽ لئي ۾ ڳاڙهو ٻور ايندو آهي ته ان کي چِٽ جي ابتدا سمجهيو ويندو آهي، (2) ڪانهن جو ڪانو نسرندو آهي، ته چِٽ جو وچ سمجهيو ويندو آهي، (3) جوئر ۽ ٻاجهريءَ جي نيسر وارو وقت چِٽ جي جواني هوندي آهي، (4) سَرَ جي ڪاني جي نڪرڻ واري وقت موسم سخت گرم ٿيندي آهي.

**چِٽ (پهاڙن جا):** (Rock Art- Peroglyph/ Petroglyph): مختلف هنڌن تي ماهرن پٿرن تي اُڪريل قديم چِٽ هٿ ڪيا آهن. اهڙا پهريان چِٽ ارنهم لينڊ (Arnhem Land) نالي ماڳ تان مليا هئا، جيڪو اتر آسٽريليا ۾ آهي ۽ اهي 60,000 سال قديم چيا وڃن ٿا. ڪمبرلي (Kimberly) ريجن اتر- اولهه آسٽريليا مان به ٽڪرين تي اهڙا چِٽ مليا آهن. جن جي عمر 40,000 سال ڪٿي وئي آهي، ان قسم جي ڪوچنا جو آغاز 1940ع کان ٿيو. ماهرن جو خيال آهي ته ان قسم جا چِٽ لاڏائو قبيلن واندڪائي ۾ ويهي چٽيا هوندا. هي چِٽ

ٽڪري/ پٿر کي اتي جو اتي ڪرڙي ڪرچي، ڪنهن چنهباري هٿيار سان ٽُڪي، جهير ڏئي، يا سوراخ ڪري (Drilling) چٽيل آهن ۽ پوءِ انهن جي مٿان ڪن جاين تي قدرتي رنگ هڻي ڪين خوبصورت بڻايو ويو آهي. قدرتي رنگ، جپسم، مٽيءَ، توتئي وغيره مان ٺاهيا ويندا هئا. انهيءَ قسم جا سٺي ۾ سٺا چٽ گهڻو ڪري ٽاڪرو اجهن ۽ غارن مان مليا آهن، جن تي موسمي اثر گهٽ پيا آهن. پاڪستان جي اترين علائقن ۾ پاهڻ جي چترڪاريءَ جا ڪافي ماڳ مليا آهن، جن تي ڊاڪٽر احمد حسن داني هڪ ڪتاب لکيو آهي.

سنڌ ۾ به پٿر تي نقش نگاري، تصوير ڪشي يا چٽسالي نه صرف خوبصورتيءَ جو مظهر رهي آهي، پر ماڻهن جي روحاني ۽ گڏيل سماجي نظام بابت، تصور جو اهم نمونو پيش ڪيو آهي. سنڌو تهذيب جي پٿر تي اُڪر يا نقش نگاريءَ جا اوائلي مثال تاريخ کان اڳ واري دور جي نشاندهي ڪن ٿا. تاريخ کان اڳ واري دور ۾ پٿر تي ٺيل اُڪر ۾ مختلف جانورن جون شڪليون تصويرون ۽ شڪار جا منظر، مذهبي لاڙن يا رجحانن کي ظاهر



ڪيرٿر ۾ سيتا ڏات لڳ ٺيل چٽسالي

ڪندڙ علامتون ۽ انهن بابت تجريدي اظهار ڏيکاريل آهي. پٿر تي اُڪر يا چٽ ڪڍڻ آرٽ جو هڪ نمونو آهي. آرٽ يا هنر جو هي نمونو ’راڪ آرٽ‘ (Rock Art) جي ذمري ۾ اچي ٿو. پٿر تي ڪرڙي لکڻ، تصويرون ڪڍڻ يا رنگن جي مدد سان شڪليون ٺاهڻ واري هنر جي شروعات قديم پٿر واري زماني کان ٿئي وڃي ٿي. جڏهن انسان غارن ۾ رهندو هو، تڏهن هن فطرت جي رنگن، نظارن، منظرن ۽ جانورن بابت ويچارڻ شروع ڪيو هو ۽ ان سوچ کي پٿر تي اُڪر جي صورت ۾ اظهاريو ويو. قديم زماني کان اسلام جي ظهور تائين سنڌ تي هندومت، ٻڌمت ۽ جين مت نمايان نظر اچن ٿا. قديم سنڌ جي تهذيبي تاريخ ۾ مذهبي لحاظ کان ان ڳالهه جو ثبوت ملي ٿو جيڪو ڪيرٿر جي مختلف ٽونڪن تي لهڻ چڙهڻ دوران ڪيترن هنڌن تي جبل تي اوائلي دؤر جي ماڻهن، سرهن، گڊن، هرڻن ۽ ٻڌمت جي ٺلن وغيره تي ابتيون سبتيون شڪليون چٽيل مليون آهن. خاص ڪري ڪُتي جي قبر ڏانهن ويندي سيتا نئن جي ٻئي ڪپ تي ’شاهه جي ڪنب‘ وٽ اهي شڪليون ڪافي تعداد ۾ موجود آهن. ان ڪري ماڻهو ان کي ’چٽن واري پر‘ چون ٿا. ساڳئي وقت ڏمري لڪ کان لهڻ مهل به رستي تي اهڙا چٽ نمايان ملن ٿا. اهڙي قسم جون شڪليون ’ڦير ٿل‘ ۽ ٻين هنڌن تي به نقش ٿيل مليون آهن. ميان ڪوٽ، ڪاري ڪوٽ ۽ پيرا سر ويندي رستي ۾ سدومزو، ننهن جهڏڙي ماڳ، پورن دڙن ٽڪرن وارن ماڳن تي به ’پٿري چٽ‘ موجود آهن. سنڌ جي جاکوڙي محقق بدر ابڙي اهڙن چٽن جي نشاندهي ڪندي سنڌ جي قديم چٽن / چٽساليءَ بابت هڪ ڪتاب لکيو آهي، جنهن ۾



ڪيرٿر ۾ نئن سيتا ويجهو ٺيل چٽسالي

ڪيرٿر جبل ۾ قديم ماڻهن جي هن هنر تي ڪافي روشني وڌي آهي. هي آرٽ، پٿر جي دؤر/ پيليوليٿڪ دؤر جي ماڻهن سان منسوب ٿيو وڃي ٿو، جن شروعات ۾ اوزارن ۽ هٿيارن تي معمولي اُڪر سان ساديون، ٽيڏيون ۽ انگڙ ونگڙ لڪيرن سان جانورن جون خيالي تصويرون ڪڍيون. انهن جو مقصد ڇا هو ان بابت اڃا ڪا حتمي راءِ نه جڙي آهي، پر اها پڪ آهي ته اهي ليڪون بي مقصد نه هيون. بدر ابڙي جي لکڻ موجب پوريءَ دنيا ۾ هن وقت تائين 2000 اهڙيون غاريون مليون آهن ۽ هر سال اهڙين غارن جي تعداد ۾ اضافو ٿي رهيو آهي. غارن ۾ تصويرون يا ته پينٽ ٿيل آهن يا وري پٿر جي ڇيٽيءَ سان اُڪريل آهن.

هندستان ۾ هن قسم جو خوبصورت ماڳ ڀمبيٽڪا آهي، جيڪو مڌيه پرديش جي راءِ سين علائقي ۾ ڀوپال کان 50 ڪلوميٽر پري آهي. ڀمبيٽڪا ۾ 750 کان مٿي غارون ۽ ٽاڪرو اجها آهن، جن مان 500 کان مٿي غارن ۾ هن قسم جي اُڪر ٿيل آهي، جنهن کي اسان چٽسالي چئي سگهون ٿا. هي ماڳ شايد دنيا ۾ چٽساليءَ (Rock Paintings) جو وڏي ۾



وڏو ماڳ آهي، جتي گهٽي کان گهٽ پٿرن تي چٽسالي ٿيل آهي. پاڪستان ۾ پروفيسر ڪارل جيٽمار جو اترين علائقن ۾ پٿرن تي چٽساليءَ بابت انگريزيءَ ۾ ڪتاب 1982ع ۾ ’لوڪ ورثي اسلام آباد‘ پاران ڇپايو ويو هو، جنهن ۾ هن اندازو لڳايو هو ته اترين علائقن وارن اڪريل چٽن ۾ اخميني دور جو اثر آهي، هن صاحب چلاس، عالم برج، ٿور، دانيور، هنزه، هيسار، لداخ، ناگر، شيل برج ۽ ڪراڪرم ۾ موجود اُڪريل چٽن جو واضح ذڪر ڪيو آهي.

سنڌ ۾ گجي لڳ ترڙو ٽڪري، لکي جبل جي اولهه طرف ڏلهه وٽ، اين. جي مجمدار 1934ع ڌاري اهڙي قسم جي چٽن جو تفصيل سان ذڪر ڪيو آهي. ان ڪانپوءِ اشتياق انصاريءَ مزو چٽن واري ماڳ بابت ڄاڻ ڏني آهي، جتي پٿرن تي چٽ چٽيل آهن. ان ڪانپوءِ بدر ابڙي غيبي ديري، چٽن واري پِر ميار ڪنڊ، بيلو ڪنڊ، سرٽي ڪوٽ، ڪارا لداخ، ڪوندو ماڳ، شانهه ڪيهر لڪ، ٽونگاري، نئن نري وغيره ۾ ملندڙ چٽن بابت تفصيلي ذڪر پنهنجي ڪتاب 'ڪيرٿر ۾ چٽسالي' (2011ع) ۾ ڪيو آهي.

**چِٽ چَر** (Great Reed Warbler/ *Acrocephalusstentoreus*): چٽ چر پکيءَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿين ٿا.



هن جي پٺي زيتوني ناسي رنگ جي ۽ هيٺيون جسم هلڪو هيڊو ٿئي ٿو. هن پکيءَ جي اک جي مٿان اڇي ليڪ هوندي آهي. هي پکي اڻ وٽندڙ تکي ورجائيندڙ بولي ٻوليندو آهي. گاهه ۽ پاڻيءَ جي پرپاسي ٻوٽن تي نظر ايندو آهي.

**چٽسالي**: چٽسالي عمارتن وغيره تي گلڪاري ڪرڻ جو هڪ فن آهي. اسلامي دور ۾ هن فن کي وڏو فروغ مليو. اسلامي عمارتسازيءَ ۾ چٽساليءَ کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. چٽساليءَ جي فن جي اسلامي دور ۾ حوصلي شکني به ڪئي وئي، پر بنواميه ۽ بنوعباس وارن پنهنجن محلاتن کي گلڪاريءَ ۽ ماڻهن جي شڪلين سان خوب سينگاريو هو. عباس خاندان جي ٻئي خليفي جي محلات تي هڪڙي شهسوار جي تصوير اڪريل هئي. 'الامين' جي محل تي شينهن، عقاب ۽ سامونڊي مڇي ڊولفن جون شڪليون ٺهيل هيون. 'المقتدر' جي محل تي سون ۽ چانديءَ جو ارڙهن تارين وارو وڻ لڳل هو. 'المتوڪل' ڪيترائي بازنطيني مصور پنهنجي محلات ۾ چٽساليءَ جي ڪم ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيا. 'مقريزي' پهريون مسلمان مصنف هو جنهن مسلمان مصورن جي تاريخ لکڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سندس ڪم ڪن سببن جي ڪري اڌورو رهجي ويو.

**چٽڪي**: ٻه ڪاٺ، ڌاتو يا پٿرجا ٽڪرا، جيڪي آڱوٺي، ڏسٽي ۽ وچين آڱر جي وچ ۾ جهلي ساز وانگر وڄائبا آهن. هي ڪاٺ، ڌاتو يا پٿرجا ٽڪرا جن کي 'چٽڪي'/ چٽڪيون چئبو آهي، هڪ خاص انداز ۾ ٽڪرائڻ سان هڪ قسم جي وٽندڙ لئي پيدا ٿيندي آهي ۽ وڄائڻ واري جي وڏيءَ مهارت سان ڪٽ ڪٽ جو آواز نڪرندو آهي. هي چٽڪيون ڪڏهن هلڪي سڳي ۾ ٻه ٻڌي وڄائبيون آهن، جن ۾ ٽونئر ٿيندا آهن.

**چٽڪي اطفال**: هي هڪ قسم جي يوناني دوا آهي، جيڪا مختلف وکرن: صندل/ ڳاڙهي صندل، ڪارن مرچن، طباشير نرڄڪور چوڙ، لاهوري لوڻ، ڪاري لوڻ، ڦودني، اڇي جيري، سونفن، ڦوٽن، اڇي لوڻ وغيره کي پيهين سنهي ڪپڙي ۾ ڇاڻي تيار ڪئي ويجي ٿي. حڪيمن موجب هيءَ دوا ٻارن جي بيمارين جهڙوڪ: مرگهي، ڏيڏاري، ڪنگهه، دستن، پيٽ جي سور، بدهضمي ۽ پيٽ جي پرتيءَ لاءِ نهايت مفيد آهي.

**چٽڪين واري رلي**: هن قسم جي رليءَ جو مٿيون تهه مختلف رنگن جي اڳڙين جي چٽڪين سان ٺهيل هوندو آهي. نمونن جي لحاظ کان هن جا هيٺان نالا آهن: چورس چٽڪين واري رلي، اٺ چونڪي يا اٺن چنڊن واري رلي ۽ سورهن چونڪي يا سورهن چنڊن واري رلي وغيره.

**چٽگانگ**: چٽگانگ، بنگلاديش جو ضلعو ۽ ڊويزن آهي. چٽگانگ شهر ۾ ساڳئي نالي سان سوين سال قديم بندرگاهه به آهي، جتي عيسائي جهازران پنهنجا جهاز مال سميت آڻيندا هئا. اتان مختلف ملڪن ڏانهن هيڙن ذريعي واپار جو سامان نيو ويندو هو ڏکڻ ايشيا اندر مسلمان پهريون پيرو ڏهين صدي هجريءَ ۾ هن بندر کان واقف ٿيا. هيءُ نهايت عمدو بندرگاهه آهي.




1552ع ۾ چٽگانگ بنگال جو هڪ خوشحال علائقو هو مسلمانن چوڏهين صدي عيسويءَ ۾ چٽگانگ تي قبضو ڪيو 1666ع ۾ بنگال جي نواب شائسته خان چٽگانگ کي فتح ڪري پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪري ڇڏيو ۽ ان جو نالو اسلام آباد رکيو. مير قاسم 1760ع ۾ غداري ڪري، هي علائقو ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کي ڏئي ڇڏيو چٽگانگ ڪرنافلي نديءَ جي ڪناري تي واقع آهي. سرسبز جبل، درياهه، سمنڊ ۽ سرسبز ميدانن هن علائقي کي بي پناهه حسن ۽ دلڪشي عطا ڪئي آهي. وڏن وڏن جبلن تي سوين گهر تعمير ڪيا ويا آهن. هن علائقي جي آبهوا صحت بخش آهي. هتي چار مهينا گرمي، چار مهينا سردي ۽ باقي چار مهينا مينهن جي موسم هوندي آهي. هتي چانهه جا ڪافي باغ موجود آهن. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ ڪلڪتي مان ڪافي مسلمان تاجر هتي اچي آباد ٿيا، جنهنڪري هن بندرگاهه کي ڪافي ترقي ملي ۽ هتي نوان نوان ڪارخانا قائم ٿيا.

9 هه/ 630ع ۾ هڪ چيني سياح هيون سانگ هتي آيو هو، جنهن هن شهر بابت لکيو آهي ته: "چانگام جو اهو علائقو، جيڪو خوبصورت ندين ۽ حسين پهاڙن جو علائقو آهي، هڪ سؤ کان به سؤ چورس ميلن تي محيط آهي. هي انسان جي سچي خوشين ۽ روحاني لذتن جي آماجگاهه آهي". عرب جي نامور سياح ادريسيءَ پنهنجي ڊائريءَ ۾ ڪرنافليءَ جي عنوان سان لکيو آهي ته: هتي هڪ وڏو شهر آهي، جيڪو خوبصورت پهاڙن، درياهن ۽ هيڻن جي آغوش ۾ هر جاندار شيءَ کي پيغام حيات ڏئي ٿو هن 694 هه/1345ع- 748هه/ 1347ع ۾ جاوا رستي چٽگانگ کان چين تائين سفر ڪيو هو بنگال جي قدرتي حسن کان گهڻو متاثر هو. هو لکي ٿو ته: "هتي سڄيءَ دنيا کان شيون سستيون آهن. هتي جا ماڻهو خوشحال زندگي بسر ڪن ٿا. هتي هندو ۽ مسلمان گڏوگڏ آباد آهن. هن بندرگاهه تي ملاح وڏي تعداد ۾ هيڙيون هلائي پنهنجو گذرسفر ڪن ٿا، جيڪي شريف ۽

ديندار آهن“. ڏهين صدي عيسويءَ ۾ عرب هتي آيا ته هن علائقي جي دلفريبيءَ کان متاثر ٿي هتي ئي آباد ٿي ويا. هي بنگال مان مختلف شيون پنهنجي ملڪ موڪليندا هئا. 922هه/1516ع ۾ هتي پورچوگيز آيا ۽ هتي تجارتي ڪوٺيون قائم ڪيون. هنن چٽگانگ جي موجوده بندرگاهه جو نالو ’وڏو بندرگاهه‘ رکيو. عربن جي اچڻ کان اڳ چٽگانگ هڪ معمولي بندرگاهه هو. جنهن کي ”تام لوڪ“ سڏيو ويندو هو عرب هن علائقي کي ردهم چوندا هئا. چٽگانگ جون وڏيون عمارتون دفتر ۽ تفريح گاهون پهاڙن تي آهن. شهر کان ڪجهه مفاصلي تي حضرت بايزيد بسطاميءَ جي بيٺڪ، حضرت شيخ فريد شڪر گنج جو چشمو، بدرالدين شاهه ۽ امانت شاهه جون مزارون آهن. شهرجي پهاڙين تي ريلوي هيڊڪواٽر، عام اسپتالون ۽ فوجي ڇانوڻيون اڏيل آهن. چٽگانگ بنگلاديش جو اهم تجارتي مرڪز آهي. هتي ڪيترائي ڪارخانا، ٽيڪسٽائيل ملون، آئل ملون موجود آهن. ڪرنافلي نديءَ تي بند ٻڌي بجلي پيدا ڪئي وئي آهي، جيڪا گهريلو استعمال ۽ ڪارخانا هلائڻ ۾ مدد ڏئي ٿي. چٽگانگ ۾ ٿوري عرصي ۾ ڪيترا مسلمان بزرگ اچي آباد ٿيا. چٽگانگ ڊويزن بنگلاديش جي پنجن ايرندن ضلعن تي مشتمل آهي. هتي گهڻو ڪري آمدرفت ندين/ درياهن ۾ ٻيڙين جي ذريعي ٿيندي آهي. هن علائقي جي ٻيلن ۾ ڪيترن قسمن جون قيمتي ڪاٺيون ٿين ٿيون.

هن علائقي ۾ هڪ ٻولي چٽگانگي پڻ ڳالهائي ويندي آهي. هيءَ ٻولي هندَ، يورپي، هند، ايراني هند، آريائين ايرندي خطي جي بنگالي ٻولين جي خاندان مان آهي، جيڪا ايرندي چٽگانگ ۾ مذهبي هدايتن لاءِ رڳو مسجدن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هيءَ ٻوليءَ ڳالهائيندڙ عورتون بنگالي ٻولي نه سمجهنديون آهن. هن ٻوليءَ جو روهنگا لهجو آهي جنهن کي بنگالي نٿو چئي سگهجي ۽ اهو لهجو برما ۾ ڳالهايو وڃي ٿو.

**چڻن واري ڀِر**: تعلقي قنبر ۾ نئن سيتا جي ڪنڌيءَ تي ″26 ′35 °27 ڊگريون اتر ڏکڻ ويڪرائي ڦاڪ ۽ ″58 ′21 °67 ڊگريون اوڀر اولهه ڊگهائي ڦاڪ تي، هي ماڳ کيرٿر جبل ۾ موجود آهي. هي قديم اڪريل چٽ آهن. سيتا ڏاٽ واري ماڳ کان پوءِ غيبي خان چانديي جو پاراٽو آهي، جتي غيبي خان چانڊيو شڪار ڪندو هو ان کان ٿوري فاصلي تي نئن جي مٿئين پاسي هڪ اڀريل ٽڪريءَ سامهون اپي ديوار، جيڪا 25-30 فٽ اوچي آهي، اها ٽن بلاڪن ۾ ورهايل آهي، جنهن تي مختلف قسم جا قديم چٽ چٽيل آهن. هر هڪ بلاڪ يا پينل جو مختصر ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**پينل پهريون**: هي پينل قديم تر چئي سگهجي ٿو جو هتان جي اُڪر کي هندستان جي هن جهڙي ئي هڪ ماڳ ڀم ڀيٽڪا سان ڀيٽي سگهجي ٿو هن هنڌ تي اهو پهريون مثال آهي جو شڪار جو منظرنامو بنا بندوق يا تلوار جي ڏيکاريو ويو آهي. ان لاءِ چئي سگهجي ٿو ته اهو چٽ انهن قديم ماڻهن جو چٽيل هوندو، جن جي دور ۾ نه بندوق هئي نه تلوار، هن هنڌ تي اهي اُڪرون پٿري دور يعني ڏهه هزار سال اڳ جون ڪٿي سگهجن ٿيون. هي هڪ چٽو منظر آهي، جتي شڪار کي هڪ هنڌ گڏ ڪري شڪاريءَ کي شڪار ڪندي ڏسيو ويو آهي. عام طور تي آخري پٿر جو دور (پيليوليٿڪ) چاليهه هزار سالن کان ڏهن هزارن سالن تائين جو ڪٿيو وڃي ٿو پر سنڌ ۽ بلوچستان ۾ اهو دور ڏهن هزارن سالن کان 5500 ق.م تائين جو ڪٿيل آهي. هن هنڌ ڇهه ماڻهو هڪ جهنگلي ڍڳ کي گهيري هيٺ اونهيءَ کاهيءَ ڏانهن ڌڪيندي ڏيکاريو ويو آهي ۽ فقط هڪ شڪاريءَ رڳو تير ڪمان سان شڪار ڪندي ڏيکاريو ويو آهي.





**پينل ٻيو**: پينل نمبر ٻئي تي هڪ ديو قامت ماڻهوءَ جو چٽ چٽيل آهي، جنهن کي گوڏن تائين ڪشادو لباس پهريل آهي، جڏهن ته مٿي تي غير واضح چٽ رکيل اٿس. شايد هي انهيءَ دور جو ڪو ديوتا، جادوگر يا سردار ٿي سگهي ٿو جنهن جو جسم مناسب نموني ڊگهو ڏيکاريل آهي. ان سردار جي پرسان هڪ ٻي انسان نما اڌوري صورت چٽيل آهي، جنهن کي به ڪو لباس پهريل آهي. ٻيون انساني ڪاني نما اڪرون به آهن، جن کي ڪو لباس پهريل ڪو نه آهي. لباس بابت گمان آهي ته اهو لباس شڪار ڪيل جانورن جي کلن مان ٺهيل هوندو جو انهيءَ دور ۾ سٽ يا ان جي ڪپڙي جو تصور نه هو.

**پينل ٽيون**: هي پينل به ساڳي ٽڪريءَ جي مٿاڇري تي آهي. هن تي سرهن جو ڍڳ اُڪريل آهي، انهيءَ ڍڳ ۾ وڏي ڪوهان وارو هڪ ڍڳو به چٽيل آهي، جنهن جا هلالي سڱ مٿي اپي هيٺ بدران اڳتي نڪتل آهن. سمورن سرهن جا سڱ نمائشي حد تائين مٿي ۽ پوئتي وريل آهن. چٽ اڪيريندڙ سرهه جي منڍيءَ کي نظر انداز ڪري ڇڏيو آهي.

**چٽڻي**: ڏاڻا، مرچ، ڦودنو ۽ بصر وغيره ڪُٽي ٺاهيل ڇهرو ڪاڌو، چٽڻي سڏبو آهي. چٽڻي عام طرح مانيءَ سان لاڳ طور ڪائبي آهي. اوائل ۾ چٽڻي، ڪناڻ (انبڙين، گدامڙي وغيره)، لوڻ ۽ مرچ گڏي ٺاهي ويندي هئي، جيڪا ڪاڌي کان اڳ يا پوءِ زبان



جي ذائقي بدلائڻ لاءِ استعمال ٿيندي هئي. هن وقت ڪيترن قسمن جون چٽڻيون ٺهنديون آهن، جن مان ميون جي چٽڻي ڪثرت سان استعمال ٿيندي آهي. ميون جي چٽڻي ڪنهن ڪچي ميوي کي ڪٽي، سنهو ڪري ان ۾ کنڊ ۽ سرڪي جو قوام ملائي ٺاهيندا آهن. اها بک وڌائي ۽ ڪاڌي کي هضم ڪري ٿي، وائي باديءَ کي بند ڪري ٿي ۽ وات جي ذائقي لاءِ به مفيد آهي.

**چِٽو** [1] **(مڇيءَ جو قسم)**: چِٽو مڇيءَ جو هڪ قسم آهي، جيڪو ڊنڊن جي مٺي پاڻيءَ تي پروان چڙهندي آهي، هن جو رنگ اڇن، ڪارن ڌبڪن سان ’چٽڪمرو‘ ٿيندو آهي ۽ ان جي شڪل نانگ وانگر هوندي آهي ۽ وزن ٻن ڪان ٽن ڪلوگرامن تائين ٿئي ٿو. هيءَ مڇي اڪثر وڏي پاڻي، تلائن ۽ ڊنڊن ۾ ٿيندي آهي. ڪيترا ماڻهو هن مڇيءَ جي ذائقي کي پسند ڪندا آهن.

**چِٽو** [2] **(مڇي)**: هيءَ مِٺي پاڻيءَ جي درياهي مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. هيءَ مڇي ’شاڪُر‘ جي خاندان مان آهي، جنهن جي جسم تي چِلر ٿيندا آهن. هن جي پيٽ تي اڇا چِٽا هوندا آهن. چِٽي مڇي ڪيترن ئي نمونن جي ٿيندي آهي. هيءَ ڊيگهه ۾ ٽي فوٽ ۽ تور ۾ پندرهن ڪِلو وزن جي ٿيندي آهي.

- ڪوڙهه جي داغ يا ٻئي ڪنهن مرض جي داغ کي به چُٽو چوندا آهن.

**چُٽو/ چِٽ**: جانورن/ بار ڍوئيندڙ وهٽن ۾، هَني، پاکڙي، رسيءَ، پٽيءَ يا لغام جي گاٺ کي چُٽو چوندا آهن. انهيءَ گاٺ مان جانورن کي زخم به ٿي ويندا آهن. جيڪڏهن زخم تازو هوندو آهي ته ٽاڪور ڪري ٽنڪچر آيوڊين يا ٻي ڪا زخم چُٽائيندڙ دوا لڳائيندا آهن. پر جيڪڏهن چٽي جي گوشت وڌيل آهي ته گوشت ڪٽي ساڙيندڙ دوا لڳائبي آهي ۽ ڪجهه ڏينهن بعد زنڪ جو ملم لڳائڻ سان زخم چٽي ويندو آهي.

**چٽوڙيءَ جو مقام**: هي مقام ميرپورخاص شهر جي اتر ۾ ديهه 124 ۾ تقريباً 12 ايڪڙن تي ڦهليل آهي. هيءَ مقام ميرپورخاص جي ٽالپر حاڪمن جو خانداني قبرستان آهي، جنهن ۾ سڀ کان پهرين مير مسو خان کي سندس وصيت موجب دفن ڪيو ويو هو. هڪ روايت آهي ته ’ڏيئو فقير ڪنجواڻي، پير نور شاهه قريشي ۽ مير مسو خان هڪ دفعي شڪار تي نڪتا ۽ چٽوڙيءَ جي ميدان تي اچي آرام ڪيائون ۽ چيائون ته هيءُ ميدان چٽل آهي، انهيءَ ڪري ٽنهي واعدو ڪيو ته هت پنهنجو قبرستان قائم ڪنداسون. آخر ٽنهي ڄڻن کي هن ئي جڳهه تي دفن ڪيو ويو. ان کان پوءِ آهستي آهستي هيءُ



هڪ وڏو قبرستان ٺهي ويو. هن وقت هيءُ قبرستان پنجٽيهن ايڪڙن جي ايراضيءَ تي پکڙيل آهي ۽ قديم آثارن واري کاتي جي سنڀال هيٺ آهن.

هي ميرپورخاص جي حاڪم ميرن جو خانداني قبرستان آهي، جنهن ۾ پهرين مير مسو خان سندس وصيت موجب دفن ڪيو ويو. هن وقت گهاڙين کان سواءِ هن قبرستان ۾ ڪل 13 مقبرا ٺهيل آهن، جيڪي سڀ جا سڀ خسته حال آهن. مقام مرڪزي قديم آثارن واري کاتي جي حوالي رهيو، جنهن هن ماڳ تي ڪو به ڪم نه ڪرايو. هن وقت ٻين ماڳن سان گڏجي قبرستان به سنڌ جي ڪلچر اينڊ اينٽيڪيوٽي کاتي حوالي آهي. هن ۾ هيٺين ميرن جا مقبرا ٺهيل آهن:

(1) مير خان ولد مير ڪرم علي خان ٽالپر، (2) پڪ سرو مقبرو عرضي ڪوڪر، (3) مير جادي خان جو مقبرو، (4) مير مراد خان جو مقبرو، (5) مير راڃي خان جو مقبرو، (6) پڪسرو مقبرو شهيد ڪپري، (7) مير موسيٰ خان جو مقبرو، (8) اڻ ڄاتو مقبرو اتر اولهه طرف (نمبر 7)، (9) پٿرائون قبو اولهه طرف (نمبر 8)، (10) پٿرائون قبو اولهه طرف (نمبر 9)، (11) مير فتح خان ۽ مير مرزا خان جو مقبرو، (12) ميرن جا حرم، (13) مسجد ۽ مقبري جا ڪنڊر.

مقبرن تي ڪاشيءَ جو سهڻو ڪم ٿيل آهي. قبرون گهڻو ڪري اُڪير واريون پٿر جون آهن.

**چٽوئو**: هيءُ باز جو هڪ قسم (شڪري جي ذات) آهي، جنهن جون اکيون ڪاريون ٿين ٿيون. هن جي ماديءَ کي ’ٽرمتي‘ چوندا آهن.

**چِٽي مسجد**: هيءَ مسجد ديهه مکڻ، تعلقي ڪشمور جي ڳوٺ چٽيءَ ۾ هئي، جيڪا 2010ع واري مها ٻوڏ ۾ سڄي لڙهي وئي. هي مسجد سفيد رنگ جي هئي. ان لاءِ ڳوٺ جو نالو به ’چِٽو‘ پئجي ويو. مسجد جي مهاڙي



چِٽي مسجد

ڏگهي، مستطيل ٽاڪائين پيل پاون سان سجايل هئي، جيڪي مک دروازي جي ٻنهي پاسي ٺهيل هئا. هر هڪ پيل پائي جي مٿان منارو ٺهيل هو، جنهن جي مٿان ڪنگري ۽ ڪنگريءَ جي مٿان نيل نصب ٿيل هئي، جتي پيل پاوا ختم ٿين ٿا، اتي اڌ گولائين چاپي نموني اڏاوت ٻنهي پيل پاون کي ملائڻ لاءِ ٺهيل هو، جنهن تي ڪنگرا ٺهيل هئا. هن جو دروازو سادو ڪاٺ جو هو، ان جي مٿان ٻه ماڙ اڏاوت درن سان نظر ايندي هئي. پيل پاون جي هيٺان زمين جي سطح کان مٿي به ڪي نقش چٽيل هئا. مسجد جو لنگهه اوير ۾ هو ڏکڻ ۽ اتر واري پٽ تي دروازي واري مناري کان وٺي ڪنڊ تائين ٻيڙ ٻني جي مٿان ڪنگرن ۽ برجين سان اڏاوت ٺهيل هئي، جن کي منارڙيون ڏنل هيون. ڪانس جي هيٺيان به فوٽ ڪن جون سڌيون ڪاشيءَ جون

سرون لڳل هيون. پٽيون لسيون هيون، پر هيٺ هني جي هيلياڻ اڌ فوٽ جي فاصلي تي مستطيل خانن ۾ چٽ چٽيل هئا. ان جي هيلياڻ هوا لاءِ وڏي دري لڳل هئي، جنهن جا طاق ڪاٺ جا هئا.

مسجد ڪي اڳڻ ڏنل هو جنهن تي چوڪنڊيون ماربل جون اڇيون ۽ ڪاريون سرون ڏنل هيون. نمازي حجري ڪي ست ڪاٺ جا دروازا ڏنل هئا، جيڪي سادا هئا. ڪنڌن تي سامهون پيل پاوا ٺهيل هئا. ڇت تي هيٺ هني تي فٽ ڪن جي گلن واري جاري ڏنل هئي. وچين دروازي جي مٿان ٻه برجيون، هنهي برجين جي وچ تي سيمينٽ جو تاج ٺهيل هو. هر دروازي جي مٿان هيٺ هني تي جارين جي مٿان ننڍو گنبذ ٺهيل هو. هر گنبذ جي مٿان نيل ٺهيل هئي. مسجدن جي هر ڪنڊ تي وڏو منارو ٺهيل هو. مناري جي مٿان برجي ۽ برجي جي مٿان ڪلسو ٺهيل هو. ڇت تي ڪل ٽي گنبذ هئا، جيڪي گول بصر نمونې (Onion Type) ۾ ٺاهيل، جيڪي گج جي مٿان ٺهيل هئا. وچون گنبذ سيني کان وڏو هو. گنبذ جي مٿان ابتو ڪوٽيءَ جو گل ٺهيل هو. ان جي مٿان ڪلسو ۽ ڪلسي جي مٿان ڪاشيءَ جي نيل ٺهيل هو. گنبذ اندران به چٽيل هئي. اولهه ۾ محراب ٺهيل هو. محراب جي مٿان گل چٽ نڪتل هئا. اندر گنبذ جي گول هيٺان طاق ٺهيل هئا، جيڪي تعداد ۾ اٺ هئا. هڪ ڪي ڇڏي ٻي تي نيري ڪاشي جو سهڻو ڪم ٿيل هو. هي مسجد سنڌو نديءَ جي ساڄي ڪناري بلڪل ڪپ تي ٺهيل هو. جو مسجد تان ڏسبو هو ته درياهه پرسان نظر ايندو هو. ان لاءِ مسجد ڪي هوڏن ۾ نقصان پهچندو رهندو هو ۽ ڳوٺ وارا هن جي مرمت ڪندا هئا. مسجد جي اڏاوت بابت مقامي ماڻهن جي روايت موجب نور محمد نالي وقت جي هڪ وڏي چور، جڏهن چوري ڇڏي ته هي مسجد 1235هه ۾ جوڙايائين. مسجد جي رازي جو نالو نعمت الله عبدالغني مسجد جي هڪ ڪنڊ تي فارسي شعر ۾ ڏنل هو.

تازو 2010ع جي ٻوڏ ۾ هيءَ مسجد لڙهي وئي ۽ ان جو نشان به نه بچيو آهي.

**چَٽ:** هڪ قسم جو ٿانءُ، جنهن ۾ پکين يا جانورن کي پاڻي يا چوڻو ڏنو وڃي ٿو. چَٽ ٺڪر جي ٿيندي آهي. چَٽ ۾ خاص ڪري ڪتي ڪي ڪاڏو ۽ پاڻي وغيره ڏيندا آهن. چَٽ گهر جي ٻاهران در وٽ رکيل هوندي آهي ته جيئن اجارا پکي يا ساهوارا جاندار پاڻي وغيره آرام سان پي سگهن. سنڌيءَ ۾ ’لٽ سان گڏ چٽ ڏيڪارڻ‘ وارو پهاڪو مقبول آهي.

**چٺا** (ذات): پنجاب جي شهر ۽ ضلعي گوجرانوالا ۾ چٺا ذات وارن جا 80- 90 ڳوٺ آهن. هنن لاءِ تاريخي روايت آهي ته هي دهليءَ جي راجا پرٿيراءِ جي ڏوهٽي ’چٺا‘ جو اولاد آهن. هي اصل چوهاڻن جي نک مان آهن. چيما سنڌن هر ذات آهن. روايتن موجب 500 سال اڳ چٺا جي ڏهين پيڙهيءَ مان هڪ شخص سمپالا کان مراد آباد آيو جتي هو ڪرنالن ۽ چوهاڻن سان اچي رهيو چنا اڄ به چناب ندي جي ڪنارن تي آباد آهن ۽ گوجرانوالا جي جٽن مان شاديون ڪيون اٿن. هنن 1600ع ۾ اسلام قبول ڪيو ۽ سکن جي دور ۾ سياسي حيثيت به حاصل ڪيائون. مشهور تاريخدان سر ليپل گرفن جي لکڻ موجب: چٺا ذات وارا جٽن جي اهم ۽ وڏي نک دِلهن سان واسطو رکن ٿا. هن قبيلي جا پاڪستان ۾ مرڪز گوجرانوالا ۽ هندستان ۾ امرتسر ۾ آهن، پر سندن گهڻو تعداد ستلج نديءَ ڪان وينڌي فيروز پور تائين آباد آهي. ڪن چٺن جو چوڻ آهي ته هو سورج ونسي راجپوت لَوَ نالي شخص جي اولاد مان آهن، جيڪو ملاوا مان دهليءَ آيو ۽ دهليءَ جي ڪورٽ ۾ ڪيترن ئي عهدن تي رهيو.

**چٺا، حامد ناصر:** پنجاب جو سياستدان حامد ناصر چٺا 1945ع ڌاري ڳوٺ احمد نگر تعلقي وزير آباد ۾ پيدا ٿيو ابتدائي تعليم لاهور مان حاصل ڪيائين ۽ گورنمينٽ ڪاليج لاهور مان ايم. اي (سياسيات) جي ڊگري حاصل ڪيائين. 1970ع جي عام چونڊن ۾ پهريون ڀيرو سياست ۾ اچي، صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊ وڙهيو پر ڪامياب نه ٿيو. ٻيهر 1977ع جي چونڊن ۾ بيٺو پر ڪامياب نه ٿي سگهيو. پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي خلاف قومي اتحاد (پي اين اي) جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. جنرل ضياءالحق جي مارشل لا حڪومت ۾ پنجاب جي صوبائي ڪابينه ۾ تعليم



کاتي جو وزير ٿيو 1985ع جي غير جماعتي چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو محمد خان جوڻيجي جي ڪابينا ۾ پهرين وزير اطلاعات ۽ نشريات ۽ بعد ۾ قومي اسيمبليءَ جو اسپيڪر منتخب ٿيو. ڊسمبر 1988ع تائين انهيءَ عهدي تي فائز رهيو. 1990ع جي عام چونڊن ۾ ٻيهر قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ نوازشريف ڪابينا ۾ وزير بڻيو. ڪجهه عرصي کان پوءِ سندس وزيراعظم سان اختلاف پيدا ٿي پيا. جڏهن مسلم ليگ جو صدر محمد خان جوڻيجو لاڏاڻو ڪري ويو ۽ ميان نوازشريف پاڪستان مسلم ليگ جو نئون صدر منتخب ٿيو ته هن وزارت تان استعيفا ڏني. اپريل 1993ع ۾ جڏهن صدر غلام اسحاق خان، ميان نواز شريف جي حڪومت ۽ اسيمبلي ختم ڪئي ته حامد ناصر چٺا ڪي نگران حڪومت ۾ وزير مقرر ڪيائين. 9 مئي 1993ع تي پاڪستان مسلم ليگ (جوڻيجو گروپ) جو صدر منتخب ٿيو. 1993ع جي عام چونڊن ۾ هن جو ۽ پيپلز پارٽيءَ جو پاڻ ۾ اتحاد ٿيو ۽ پنجاب ۾ مسلم ليگ (ج) جو وزيراعليٰ مقرر ٿيو فبروري 1997ع جي عام چونڊن ۾ ڪامياب نه ٿي سگهيو هن وقت پاڪستان عوامي اتحاد جي مرڪزي رهنمائن ۾ شامل آهي.

**چٺا، محمد حسين:** مشهور سياسي اڳواڻ محمد حسين چٺا جو جنم 1914ع ڌاري شيخوپوره، پنجاب ۾ ٿيو هن ابتدائي تعليم گورنمينٽ هاءِ اسڪول شيخوپوره مان حاصل ڪئي. گورنمينٽ ڪاليج لاهور مان 1936ع ۾ بي. اي ۽ لا ڪاليج لاهور مان 1939ع ۾ قانون جي سند حاصل ڪيائين. سياسي زندگيءَ جي شروعات هن شاگرديءَ دوران 1936ع ۾ لکنوءَ ۾ مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪرڻ سان ڪئي. 1946ع ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي پنجاب اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو گڏوگڏ مسلم ليگ اسيمبليءَ پارٽي جو سيڪريٽري به ٿيو 1951ع ۾ ٻيهر پنجاب اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو 1962ع ۾ قومي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ ڪامياب ٿيو 1965ع واري قومي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيو 1970ع ۾

ڪائونسل مسلم ليگ ۾ پوءِ مارچ 1977ع ۾ پاڪستان قومي اتحاد جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ حصو ورتائين، پر ناڪام ٿيو 28 نومبر 1978ع ۾ جڏهن پيرپاڳاري جي خلاف عدم اعتماد جي تحريڪ اتفاق راءِ سان منظور ٿي ته ڪيس پاڪستان مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو. پر اڳتي هلي ان عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏيائين.

**چِٽي**: چِٽي هڪ مَلي مڇي آهي، جيڪا عام طور ته ڪلو تور جي ٿيندي آهي. پر هيءَ مڇي وڏي به ٿيندي آهي، جنهن جي تور هڪ مڻ تائين به ٿئي ٿي.

**چِٽيون چندن واس**: هيءُ ڪتاب مشهور صحافي، ڪي. ٽي. اين جي ضلعي نوابشاهه جي خصوصي نمائندي، علي محمد شاهه لڪياريءَ جي تصنيف آهي، جنهن ۾ ليڪ سينٽرل جيل ۽ نارا جيل حيدرآباد ۾ ضياء الحق جي مارشل لا جي سزا ڪاٽڻ وقت 18 فبروري 1980ع کان 14 ڊسمبر 1980ع تائين پنهنجي سياسي رفيقن، قومي ڪارڪنن ۽ دوستن: عبدالواحد آريسر، حافظ محمد بخش خاصخيلي، عبدالصمد ڪانڌڙي، راشد مورائي، تاج جويي، مٺل حيدري، حفيظ قريشي (جونيئر)، ناز لطيفي، غلام نبي سومري، شهيد غلام رسول مستاني، رسول بخش ٿيٻي، محمد عامر سيال، سليمان جتوئي، ولڻ ملاح، محمد خان ابڙي ۽ ٻين ڏانهن لکيل خط شامل آهن. ڪتاب ۾ گرفتاري ۽ جيل اندر ٿيندڙ تشدد بابت علي محمد لڪياريءَ جو ستن صفحن تي لکيل داستان ”زبانن تي تالا“ عنوان سان ڏنل آهي. ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب 134 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو سپ پبليڪيشن، نوابشاهه اپريل 2011ع ۾ ڇپيو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 200 رپيا رکي وئي آهي.




**چِبڙ ڪَدُو**: چبڙ ڪدو ڀاڄيءَ جو هڪ قسم آهي. هن سبزيءَ جو پتو هڪ خاص قسم جي ول ۾ پنن جي تهن ۾ ويڙهيل هوندو آهي. چبڙ ڪدوءَ جو پتو گول ٿيندو آهي. هن فصل جو اصل وطن آمريڪا جا گرم علائقا آهن، جتان هيءَ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ پکڙيو آهي. چبڙ ڪدو ڀاڄيءَ ۾ عام استعمال ٿئي ٿو. هن جي پوک لاءِ وارياسي زمين موزون آهي. هن ول جي پوکڻ لاءِ زمين ۾ ڏيڍ ميٽر ويڪرا ڪِرا ناهي، انهن جي ٻنهي ڪنارن تي ٻج پوکيو ويندو آهي، ڪرن تي هن ول جي ٻجن جون چُنگيون 50 سينٽي ميٽر جي مفاصلي تي هڻيون وينديون آهن، ته جيئن سٺي پيداوار حاصل ڪري سگهجي.

**چپڙيون/ چَپڙون**: چپڙيون سنڌ جو نج ثقافتي ساز آهي، جن کي 'ڪرتالون' به چوندا آهن. چپڙيون ضرب ۽ تار جي ادائگيءَ جو سادي ۾ سادو ساز آهن. چپڙين کي سنڌ جي وچتن اوائلي اسلامي دؤر ۾ عراق ۽ شام تائين پهچايو ۽ اهو سادو سولو ساز اتي به ايترو ته مقبول ٿيو جو عرب موسيقيءَ بابت اڳاٽن لکندڙن وچائيندڙن جون شبيهون پڻ پنهنجي تصنيفن ۾ يادگار طور ڇڏيون آهن. عرب ايراني موسيقيءَ ۾ چپڙين جي ساز جو رواج سنڌي موسيقارن ذريعي پيو. هيءُ ساز سنڌ کان سواءِ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ به استعمال ٿيندو آهي. يورپي موسيقيءَ ۾ هن اوزار جي ارتقا قديم يونان کان ملي ٿي. جتي هيءُ ساز ڪرتال طور استعمال ٿيندو هو اسپين ۾ هيءُ ساز حبشي استعمال ڪندا هئا. اسپين واري ڪرتال ڪاٺ ۽ عاج مان ٺاهي ويندي آهي، جيڪا ٻن حصن ۾ ٻاهران کان سوراخ ٿيل/ ڪوڪلي هوندي آهي ۽ موسيقيءَ جي سناءِ مطابق هڪ هٿ ۾ جهلي وڄائبي آهي.



سنڌ ۾ استعمال ٿيندڙ ڪرتال پهرين چيڪي مٽيءَ کي پچائي ٺاهي وئي ۽ پوءِ ڪاٺ مان ٺاهي وئي. ڳائيندڙ هڪ هٿ سان ڪرتال وڄائيندو آهي ۽ ٻئي هٿ سان يڪتارو وڄائيندو آهي. اسپين ۾ هي ساز ٻنهي هٿن سان وڄايو ويندو آهي. سنڌ ۾ جلال چانڊيي ۽ ٻين فنڪارن هن ساز کي مشهوريءَ جي بلندين تائين پهچايو

**چچا (ديهه)**: تعلقي قمبر جي چچا ديهه ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

حمزو چچو، موريو چچو، در محمد هڪڙو، بگيراڻي، خير محمد چانڊيو، فاضل گدو عرف فضل محمد ۽ بهار چانڊيو.

**چچا ڏيٿا (ديهه)**: تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٽنڊو حيدر، ڏڪريو ڏيٿو، بچل ميمڻ، راهو، محمد مراد، ناريجا، نهال شاهه ۽ عوامي ڪالوني.

**چچ پٽ سيلائچ برهمڻ**: راءِ گهراڻي کان پوءِ سنڌ تي برهمڻ گهراڻي حڪومت ڪئي، جنهن جو بنياد چچ برهمڻ وڌو. چچ وڏو بهادر ۽ انشاپردازيءَ جو ماهر هو. جڏهن سنڌ تي راءِ گهراڻي جي راجا سهيرس جي پٽ راءِ سهاسيءَ جي حڪومت هئي. ان وقت سنڌس وڏو وزير رام حاجب هو. جنهن جو هر فيصلو حرف آخر سمجهيو ويندو هو. سيلائچ برهمڻ جو پٽ چچ پنهنجي صلاحيتن آڌار رام حاجب جي دربار جو ملازم اچي ٿيو. چچ بن سيلائچ سنڌس پياءِ چندر ۽ پيءُ سيلائچ پنهنجي دؤر جا وڏا راهب هئا. چچ ديانتدار ۽ قابل شخص هو ۽ پنهنجي قابليت سبب جلد ئي 'وزير مراسلات' ٿيو. هڪ ڏينهن راءِ سهاسي دربار ۾ آيو ته ان وقت سيوستان (سيوهڻ) مان ڪي خط اچي پهتا. راءِ سهاسيءَ رام حاجب کي طلب ڪيو. پر هو موجود نه هو. ان تي چچ راءِ سهاسيءَ کي چورائي موڪليو ته: ”آءٌ رام حاجب جو نائب آهيان. جيڪڏهن ڪنهن خط لکڻ جي ضرورت هجي ته هي بندو اچي لکي ڏئي.“ راءِ سهاسي هڪدم ڪيس سڏايو ۽ خطن جا جواب لکڻ لاءِ حڪم ڏنو. چچ خط لکي راءِ آڏو اچي پيش ڪيا. راءِ سهاسي جيڪو خود به بلاغت ۽ خط و ڪتابت جي علم جو ماهر هو چچ جا لکيل خط ڏسي ڏاڍو متاثر ٿيو. جڏهن رام حاجب دربار ۾ اچي پهتو ته بادشاهه راءِ سهاسي، چچ جي ڏاڍي تعريف ڪئي. ان تي رام حاجب چيو ته: ”سيلائچ برهمڻ جو پٽ ڏاڍو ايماندار ۽ محنتي آهي.“ ان کان پوءِ راءِ سهاسيءَ خوش ٿي چچ کي وڏا انعام ۽ اڪرام ڏنا.

راءِ سهاسيءَ جي حڪومت ۾ ئي رام حاجب گذاري ويو. جنهن ڪانپوءِ وڏ وزارت چچ جي حوالي ڪئي وئي. چچ عوام سان همدرديءَ ۽ فراخدليءَ سان پيش ايندو هو ان ڪري ملڪ جا سمورا علائقا ضابطي هيٺ رهيا.

'چچ نامي' ۽ 'تحفة الڪرام' ۾ چچ ۽ راڻي سونهن ديوي (سُهنديءَ) بابت افسانوي احوال ڏنل آهي. جنهن موجب چچ انشا پرداز هئڻ ڪري راءِ سهاسيءَ جي محل ۾ ايندو رهندو هو سونهن ديويءَ چچ کي ڏسندي هئي ۽ هُو چچ جي عشق ۾ گرفتار ٿي وئي، پر اهو افسانوي قصو آهي. جنهن جو حقيقت سان ڪو به واسطو نہ آهي. چو تہ چچ ايماندار ۽ سچو ماڻهو هو جنهن پنهنجي مهربان حاڪم سان دغابازيءَ کي گناهہ سمجهيو ٿي. ٿوري عرصي ڪانپوءِ راءِ سهاسي سخت بيمار ٿي پيو ۽ سندس موت جا آثار ظاهر ٿيڻ لڳا تہ راڻي سونهن ديويءَ چچ کي گهرائي چيو تہ جيئن تہ راءِ سهاسيءَ کي ڪو اولاد نہ آهي. ان ڪري سندس موت بعد اقتدار جا مالڪ سندس عزيز ٿيندا. ان ڪري منهنجي مرضي آهي تہ آءٌ راڻي رهان ۽ تون بادشاهہ هجين. چچ کي اها صلاح وڻي، پر چيائين تہ جيستائين منهنجو مالڪ (راءِ سهاسي) جيئرو آهي، تيستائين آءٌ اهو قدم نٿو کڻي سگهان. راڻي سونهن ديويءَ اها ڳالهہ مڃي ۽ جنهن ڏينهن راءِ سهاسيءَ لاڏاڻو ڪيو تہ چچ راڻي سونهن ديويءَ جي چوڻ تي راءِ جا سمورا مائٽ گرفتار ڪري امڪاني بغاوت کي روڪي ورتو.

راءِ سهاسيءَ جي مرڻ ڪانپوءِ چچ، راڻي سونهن ديويءَ سان شادي ڪئي ۽ سن 622ع ۾ سنڌ جو حاڪم ٿي ويٺو اهڙيءَ ريت راءِ گهراڻي جي حڪومت ختم ٿي ۽ چچ ذريعي برهمڻ دؤر جي شروعات ٿي. راجا چچ حڪومت سنڀاليندي ئي خزاني جا در کولي ڇڏيا ۽ عوام تان ٽئڪس معاف ڪري ڇڏيو سندس دؤر ۾ روايت آهي تہ رسول اڪرم حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم نماز پڙهڻ ڪانپوءِ اڪثر سنڌ ڏانهن منهن ڪري فرمائيندا هئا: "مون کي سنڌ کان ٿڌڙي هير پئي لڳي." *('سنڌ جا سورما'، جي. ايم. سيد، ص- 4، ڇاپو ٽيون، جنوري 2001ع، جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سن، ضلعو دادو)*

راءِ سهاسيءَ جي لاڏاڻي کان ڇهہ مهينا پوءِ سندس پاءُ راءِ مهرت هڪ وڏو لشڪر گڏ ڪري چچ تي ڪاهي آيو راءِ مهرت ان وقت چتور جو حاڪم هو. هن اروڙ کان ٽي ميل پري خيما کوڙيا ۽ وزيرن ۽ اميرن جي هڪ ٽولي کي چچ ڏانهن موڪلي ڪيس چورائي موڪليائين تہ هي تخت اسان جو اباڻو آهي. ان جو وارث آءٌ آهيان. جيڪڏهن تون چپ چاپ ملڪ منهنجي حوالي ڪندين تہ توکي ساڳيو عهدو ڏنو ويندو ۽ تو سان هميشہ مهربانيءَ ۽ احسان جي روش برقرار رکي ويندي، چچ سندس ان ڳالهہ کي رد ڪري ڇڏيو. جنهن ڪانپوءِ چچ ۽ مهرت جي وچ ۾ سخت لڙائي لڳي، جنهن ۾ چچ کي سوڀ حاصل ٿي ۽ مهرت مارجي ويو ان ڪانپوءِ چچ پٽ سيلائچ ۽ راڻي سونهن ديويءَ آزاديءَ سان حڪومت ڪئي. چچ کي سونهن ديويءَ مان ٻہ پٽ: ڏاهر ۽ ڏهرسينہ ٿيا ۽ هڪ ڌيءَ ماڻيين جائي. چچ پنهنجي پاءُ چندر کي اروڙ شهر جو حاڪم مقرر ڪيو ان ڪانپوءِ هن پاڻ، اسڪلنده جو قلعو سڪ، ملتان، ڪشمير، سيوستان، برهمڻ آباد، ڪرمان، قندابيل (لسٻيلو) ۽ ٻيا مختلف علائقا فتح ڪري پنهنجي ملڪ ۾ شامل ڪيا. سيوستان جي فتح ڪانپوءِ برهمڻ آباد جي حاڪم اگهم لوهاڻي چچ جا حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو ان تي چچ وڏي لشڪر سان برهمڻ آباد تي چڙهي آيو اگهم بہ پنهنجي لشڪر سميت برهمڻ آباد کان ٻاهر نڪري آيو ٻنهي لشڪرن جي وچ ۾ هڪ سال جنگ هلندي رهي. آخرڪار اگهم مارجي ويو ۽ چچ برهمڻ آباد تي قبضو ڪري ورتو اگهم جي زال سان چچ شادي ڪئي ۽ اگهم لوهاڻي جي پٽ سريند کي گهرائي پنهنجي ڀائٽيءَ سان سندس شادي ڪرايائين. ان ڪانپوءِ چچ وڏا فلاحي ڪم ڪيا. انصاف پسند بادشاهہ تہ اڳ ئي هو هن پنهنجي حڪومت دوران ظلم ۽ ناانصافيءَ جا سڀ نشان مٽائي ڇڏيا. هر ماڻهوءَ سان برابريءَ وارو سلوڪ ڪرڻ جو فرمان جاري ڪيائين. هن عادل ۽ رحمدل بادشاهہ چچ 52هہ/672ع ۾ لاڏاڻو ڪيو تاريخدان اعجازالحق قدوسي 'تاريخ سنڌ' ۾ چچ جي حڪومت جو عرصو 40 سال ۽ سندس وفات جو سن 40هہ/660ع ڄاڻايو آ هي. چچ جي مرڻ کان پوءِ تخت تي سندس ڀاءُ چندر ويٺو ۽ چندر جي لاڏاڻي ڪانپوءِ چچ جو وڏو پٽ ڏاهر تخت تي ويٺو.

*(حوالو: چچ نامو، تحفة الڪرام، تاريخ سنڌ (اردو: اعجازالحق قدوسي)*

**چچ جو گهر** (ماڳ): هيءَ هڪ غار آهي، جيڪا روهڙي شهر کان 8 ڪلوميٽر ڏکڻ- اوڀر ۾ ٽڪرين جي اولاهين لاهيءَ تي ٻڌيہ غار جي ڏکڻ ۾ واقع آهي. هن غار لاءِ مشهور آهي تہ راجا چچ هتي ويهي ٻڌيہ حڪومت خلاف ڪم ڪندو هو هن غار جي منهن وٽ وڏو پٿر ڏنل آهي، جنهنڪري اُن جو لنگهہ بند آهي. غار اوپر اولهہ ۾ 12 فوٽ ويڪري ۽ اٺ فوٽ اوچي آهي. غار جي ڇت سڌي



آهي، جنهن جي پاسي ۾ ڏيئي ٻارڻ لاءِ جارو ٺهيل آهي. اهڙا جارا ڏکڻ طرف بہ ٺهيل آهن. غار جو فرش چن جي پٿرن سان ڍڪيل آهي. اتي ٽڙيل پکڙيل ٺڪرائو بہ موجود آهي، جيڪو "ڳاڙهي تي ڪارو"، سنڌوءَ تهذيب جو معلوم ٿئي ٿو مليل وٿن ۾ ٺڪرائو، ڪُنن جا ڪَنا، ٻارن جا ڀڳل ڳچ ۽ چوڙين جا ٽڪر ٽوٽا بہ مليا آهن. ٺڪر سنو پڪل، چڪ تي لٿل ۽ سنهو آهي، اُن جو تروڳاڙهو آهي، جنهن تي سنڌو تهذيب جا ڪارا پٽا نڪتل آهن. ڪن ٺڪرن تي اندران بہ ليڪا نڪتل آهن.

(Ancient Sindh, Volume-I, Shah Latif University, Khairpur Mirs)

**چچڙ** (a tick): هڪ قسم جو جيت، جيڪو جانورن جي وارن يا کل ۾ چنبڙي رت چوسيندو آهي. هي Ixodes Scapularis فئملي‌ءَ جو جيت آهي. ننڍڙا ڳاڙهي رنگ جا جيوڙا ٿيندا آهن. ڍڳين، ٻڪرين، مينهن ۽ ڪتن کي گهڻو چهٽندا آهن. گهڻو ڪري جانورن جي ڪنن



۾ ڇهڻيل هوندا آهن. ڳوناٺو ٽوٽڪو آهي تہ: ”ٿون تہ هُن سان ڇچڙ وانگر چنبڙيو وتين.“ حڪيمن موجب هنن جيتن کي ترن جي تيل ۾ ساڙي، اهو تيل استعمال ڪرڻ ڦٽن، ڦرڙين ۽ ناسور جي ڦٽن لاءِ مفيد هوندو آهي.

چچڙن جا سڄيءَ دنيا ۾ اٽڪل پنجاھ کن قسم آهن، جن مان گهڻا هاڃيڪار ٿين ٿا. چچڙ پنهنجي جسم کان ڪيترا دفعا وڏيڪ رت چوسيندا آهن ۽ ڪيترين بيمارين پيدا ڪندا آهن. چچڙن جي چڪ سان جانورن: گهوڙن، ڍڳين، مينهن، رڍن ۽ ڪتن کي وچڙندڙ بيماري ٿيندي آهي، جنهن کي ڊاڪٽر ’چچڙ جو بخار‘ چوندا آهن. هن بيماريءَ ۾ جانور جي پيشاب جو رنگ ڳاڙهو ٿي ويندو آهي، ان ڪري ان کي ’پيشاب ۾ رت اچڻ‘ جي بيماري چوندا آهن. جيئن تہ هيءَ بيماري چچڙن مان ٿئي ٿي، ان ڪري وٿاڻ ۽ واڙا صاف رکڻ گهرجن.

**چچ نامہ/ چچ نامو** (فتح نامہ سنڌ: ڪتاب): اسلامي دؤر ۾ نندي ڪنڊ ۾ تاريخ بابت لکيل هي پهريون ڪتاب آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو اندازو آهي تہ اصل عربي ڪتاب 225ھ/ 840ع کان 400ھ/ 1009ع واري عرصي ۾ تاليف ٿيو ۽ علي ڪوفي 613ھ/ 1216ع ۾ ان جو فارسي ترجمو ڪيو. ڪتاب جي مصنف بابت ڪجھ بہ معلوم ڪونهي. البت ڪتاب جي عربي نالي بابت بہ روايتون آهن: هڪ موجب



ان جو نالو منهاج الدين و الملڪ ۽ ٻي روايت موجب هن تاريخي ڪتاب جو نالو تاريخ منهاج المسالڪ آهي. علي بن حامد ڪوفي مغربي ۽ وچ ايشيا ۾ انتشار جي ڪري پنهنجو اصل ملڪ ڇڏي اچ شريف پهتو. ان وقت هتي ناصرالدين قباچہ (602 — 625ھ) جي حڪومت هئي. علي ڪوفي عربي ۽ فارسي ٻولين جو اڪابر هو هي اچ جي درٻار ۾ قباچہ جي وزير شرف الملڪ جي وفات کانپوءِ سندس پٽ عين الملڪ جو پڻ وزير ٿيو جنهن سان بہ علي بن حامد جا سٺا تعلق برقرار رهيا. ليڪن بعد ۾ ٻنهي ۾ دوري پيدا ٿي. ان ڪري علي ڪوفي ڪواهڙو ڪم ڪرڻ جي رٿا ڪئي تہ جيئن وزير عين الملڪ کي وري راضي ڪري وٺي.

ان پسمنظر ۾ علي ڪوفي، اچ کي ڇڏي، سنڌ جي قديم دارالحڪومت




اروڙ ۾ آيو جتي سندس ملاقات قاضي اسماعيل سان ٿي. قاضي صاحب هن کي عربيءَ ۾ لکيل هڪ تاريخي ڪتاب ڏيکاريو. علي بن حامد ڪوفيءَ ان ڪتاب جو 613ھ/1216ع ۾ فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيو. عالمن جو خيال آهي تہ مترجم علي ڪوفيءَ پنهنجي پاران ڪتاب ۾ واڌارا ڪيا، ۽ اصل مصنف توڙي ڪتاب جو نالو گم ڪري ڇڏيو. ڊاڪٽر دائودپوٽي جي راءِ آهي تہ ڪتاب جو نالو ’فتح نامہ سنڌ‘ هو پر فارسيءَ ۾ ترجمو ٿيڻ کانپوءِ ان جو نالو ’چچ نامہ‘ ٿي ويو چو تہ ڪتاب ۾ راجا چچ جو گهڻو احوال ملي ٿو. علمي دنيا ۾ عربيءَ بجاءِ علي ڪوفيءَ جو فارسي ترجمو موجود رهيو.

جيئن تہ هند ۽ سنڌ جي متعلق هي پهريون تاريخي ۽ تحريري دستاويز آهي، ان ڪري نندي ڪنڊ جي باري ۾ هن ڪتاب تاريخي مطالعن ۾ وڏي مدد ڪئي آهي. سنڌ متعلق تہ هن ڪتاب جي تمام گهڻي اهميت آهي. سنڌ جي عرب فتح (712ع) کان اڳ ملڪ جي مذهبي، سياسي ۽ سماجي حالتن بابت ڪتاب ۾ مفيد معلومات موجود آهي. راءِ خاندان، برهمڻ خاندان ۽ پوءِ عرب فتوحات بابت هي هڪ مفصل دستاويز آهي. هي ڪتاب نہ هجي ها تہ اڄ اسين اسلام کان اڳ واري سنڌ بابت گهڻي ڄاڻ ۽ معلومات کان قاصر رهجي وڃون ها. بعد ۾ فارسي زبان ۾ وڏي تعداد ۾ تاريخون لکجڻ ۾ آيون. ان ۾ ’چچ نامہ‘ ۽ ان جي مترجم جو اهم ڪردار آهي. سمن جي شروع واري دؤر ۾ ملتان جي وائسراءِ عين الملڪ ماهرو جاحط ’انشاء ماهرو‘ نالي سان پنجاب يونيورسٽي لاهور 1965ع ۾ ڇپيا آهن. ماهروءَ پنهنجن خطن ۾ ’چچ نامہ‘ مان ٽڪرا ڏنا آهن. پوءِ جي دؤر ۾ بہ هندي مؤرخن: طبقات اڪبري (1002ھ)، تاريخ فرشتہ (1015ھ)، زبدة التواريخ (1025ھ) ۽ تاريخ مفضلي (1131ھ)، پڻ پنهنجا ڪتاب لکندي ’فتح نامہ سنڌ‘ يا ’چچ نامہ‘ کان مدد ورتي آهي. اسلامي دؤر ۾ سنڌ جي تاريخ بابت ڪم ڪندي، ڪنهن بہ لکندڙ هن ڪتاب کي نظر انداز نہ ڪيو آهي. تاريخ معصومي (1009ھ)، بيگلار نامہ 1017ھ)، تحفة الڪرام (1181ھ) ۽ لب تاريخ سنڌ (1318ھ) جهڙن اهم تاريخي ڪتابن جو ’چچ نامہ‘ هڪ اهم ذريعو رهيو آهي.

انگريزن سنڌ کي 1843ع ۾ فتح ڪيو تڏهن علمي ۽ ادبي توڙي سياسي ۽ سماجي نظام ۾ وڏي تبديلي آئي. فارسيءَ بجاءِ سنڌيءَ ۽ انگريزي ٻوليءَ علم ۽ تعليم يا دفترن ۾ جاءِ والاري. ان ڪري فارسي زبان ۾ ڪتابن لکڻ جو دؤر پورو ٿيو ان پس منظر ۾ چچ نامہ‘ جي مطالعي جو نئون دؤر شروع ٿيو. ايلفنسٽن پهريون پيرو ’هسٽري آف انڊيا‘ ۾ ’چچ نامہ‘ کان مدد ورتي ۽ ان جو نالو ’تاريخ هند و سنڌ‘ تجويز ڪيو. (پنجون ڇاپو، لنڊن: 1866ع). ٽي پسٽنس 1838ع کان




1841ع تائين هڪ انگريزي رسالي ۾ ’چچ نامہ‘ جو مختصر مگر ناقص ترجمو شايع ڪرايو. سال 1867ع ۾ ايليٽ هند بابت پنهنجي اٺن جلدن واري ڪتاب جي پهرئين جلد ۾، سنڌ جي هن ابتدائي تاريخي ڪتاب جا ڪي حصا انگريزي ترجمي جي صورت ۾ ڇپرايا. ان بعد سنڌ جي نامور اديب مرزا قليچ بيگ، هن ڪتاب جو انگريزي زبان ۾ مڪمل ترجمو تيار ڪيو هي ترجمو ’The Chachnama‘ نالي سان ڪمشنر پريس، ڪراچيءَ مان ڇپجي پڌرو ٿيو مرزا صاحب ڪتاب کي وڏي محنت سان ترجمي جي روپ ۾ آندو.

مرزا صاحب جي ترجمي جي ڪري يورپ م قديم سنڌ جي تاريخ ۽ معاشري جي اڀياس ۾ وڏي مدد ملي. چون ٿا تہ ٽالپرن بہ هن تاريخي ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرايو هو جيڪو ڇپجي نہ سگهيو. هي نسخو محمد حنيف صديقي مرحوم جي ڪتبخاني ۾ موجود هو مرزا قليچ بيگ ڪجھ دوستن جي فرمائش تي ’چچ نامہ‘ جو ٻن حصن ۾، سنڌي ترجمو بہ ڪيو

چچ نامہ/ چچ نامو

پهريون حصو سال 1923ع ۾ شايع ٿيو، جڏهن ته ٻيو حصو اڃا تائين نه ڇپيو آهي. مرزا صاحب جي انگريزي ترجمي تان، بهاولپور جي اردو اديب حفيظ الرحمان حفيظ 'چچ نامہ' جو اردو ترجمو تيار ڪيو، جيڪو ترجمو بهاولپور مان 1938ع ۾ ڇپيو.




سنڌ جي هن ابتدائي تاريخي ڪتاب جي مطالعي ۽ کوجنا جو ٻيو دؤر 1939ع کان شروع ٿيو. سنڌ جي هڪ وڏي عالم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي 1939ع ۾ 'چچ نامہ' فارسي، وڏي محنت سان ايڊٽ ڪري حيدرآباد دکن مان ڇپرايو. ڊاڪٽر صاحب ڪتاب جو مقدمو توڙي حاشيا فارسي زبان ۾ لکيا. هي ايڊيشن ٻيهر تهران (ايران) مان 1384هه ۾ تمام سهڻي نموني سان ڇپيو آهي.

سنڌي ادبي بورڊ جي 1951ع ۾ نئين تشڪيل ٿي ته اداري پنهنجي ابتدائي ايامڪاريءَ ۾ سنڌ جي تاريخ جي ٽن بنيادي ڪتابن کي فارسيءَ مان سنڌي ۽ اردو ترجمن جي صورت ۾ ڇپرائڻ جو فيصلو ڪيو. هن ڏس ۾ 'چچ نامہ' کي به شامل ڪيو ويو. ڊاڪٽر دائود پوٽي جي فارسي ايڊيشن کي ترجمن واري ڪم لاءِ منتخب ڪيو ويو. سنڌي ترجمو مخدوم امير احمد مرحوم ڪيو جڏهن ته ترجمي جي نگراني، مقدمو ۽ حاشيا ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيا. هي پهريون معياري سنڌي ترجمو سنڌي ادبي بورڊ پاران پهريون ڀيرو 1954ع ۾ ڇپجي آيو. بعد ۾ 'چچ نامہ' جو اردو ترجمو اختر رضويءَ ڪيو، جو سنڌي ايڊيشن جو ٻيو روپ هو. اردو ترجمو پڻ ادبي بورڊ 1963ع ۾ شايع ڪيو (ان جو ٻيو ڇاپو 2002ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو 2008ع ۾ شايع ٿيو آهي.)




انهيءَ دوران وڏي ذهانت سان ڊاڪٽر دائود پوٽي جي پورهئي کي زائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ۽ اردو ۽ سنڌي ڇاپن تان ايڊيٽر طور ڊاڪٽر دائود پوٽي مرحوم جو نالوئي گم ڪيو ويو.

چچ نامہ تي ايتري تحقيق جي باوجود هڪ نئين فارسي ايڊيشن جي ضرورت محسوس ڪندي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪم جي رٿا ڪئي. پنجاب يونيورسٽي، ڪتب خاني ۾ 1061هه جي نقل ڪيل 'چچ نامہ' جو نسخو موجود هو ان نسخي کي بنياد بنائي بلوچ صاحب ڪتاب جو نئون فارسي ايڊيشن تيار ڪيو مقدمو ۽ حاشيا انگريزي زبان ۾ لکيا. هي ايڊيشن اسلام آباد مان 1983ع ۾ ڇپجي نروار ٿيو. بلوچ صاحب ڪتاب جي تاريخي اهميت جي پيش نظر ان جو عربي ترجمو پڻ تيار ڪرايو. عربي زبان ۾ هي ترجمو 'فتح السند' جي نالي سان دمشق (شام) مان 1991ع ۾ ڇپيو آهي.




'چچ نامہ' جي تاريخي اهميت کي شڪ جي نگاهه سان به ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. هن ڏس ۾ پيٽر هارڊيءَ هڪ ابتدائي ڪوشش ڪئي، جنهن جو مقالو 'سنڌ صدين کان' (مرتب: ممتاز مرزا، 1982ع) ڪتاب ۾ موجود آهي. ساڳيءَ طرح ڊاڪٽر مبارڪ علي به هن تاريخي ڪتاب کي شڪ جي نظر سان ڏسي ٿو ان کان سواءِ هندستان جي سنڌي اديبن سنڌ جي تاريخ جي هن پهرئين ماخذ تي پنهنجا تنقيدي رايا ڏنا آهن. ان ڏس ۾ گنگارام سمراٽ جو ڪتاب 'نئون چچ نامو- پيَنڪر دوڪو' (1991ع) ۽ گوبند خوشحالاڻيءَ جو ڪتاب Chachnamah Retold (2006ع) پڙهڻ جوڳا آهن. گوبند خوشحالاڻيءَ انگريزي ڪتاب جو سنڌي ڇاپو 'چچ نامو اڃا جي انداز ۾' پڻ ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي.




**ڇڇي** (Small House Lizerd): ڇڇي/ ڪِرڙي ريڙهيون پائيندڙ جاندار آهي، جنهن کي 'ساندي' به چئبو آهي. هي Hemidactylus frenatus فئمليءَ جو جاندار آهي. ڇڇي، پاڪستان، هندستان، لنڪا ۽ آفريڪا ۾ ملي ٿي. هيءَ زمين، گهرن جي ڇتين ۽ ڇتين ۽ وڻن تي ڏٺي وڃي ٿي. هن جو مٿو ڌڙ جي پيٽ ۾ ننڍو ٿئي ٿو ۽ اُن جي مٿي تي به اکيون هونديون آهن. جن جي پنيان ڪنن جا سوراخ ٿيندا آهن. ڇڇيءَ جو وات ويڪرو ٿيندو آهي، جنهن ۾ ننڍا نوڪدار ڏند ۽ هڪ ڊگهي زبان ٿيندي آهي. هوءَ شڪار کي هڪدم زبان سان جهٽ هڻي، پڪڙي وٺندي آهي. ڇڇيءَ کي چار ٽنگون ٿين، جن مان اڳيون به ٽنگون، پٺين ٽنگن کان ننڍيون ٿين ٿيون. ڇڇيءَ جي ڪچي ننڍي ٿئي ٿي، جيڪا سندس منهن ۽ ڌڙ کي ملائيندي آهي. هن کي هڪ ڊگهو پڇ به ٿئي. ڇڇيءَ جي کل ڦُڏيل چلرن سان ڍڪيل ٿيندي آهي. ڇڇي جڏهن کل بدلائيندي آهي ته اُن جا چلر گڏوگڏ لهي ويندا آهن. ڇڇي آنا ڏيندي آهي ۽ اُن جورت گرميءَ جي پد ۽ ماحول موجب بدلبو رهي ٿو.



ڇڇيءَ جا ڪيترائي قسم ٿيندا آهن. جهڙوڪ: (1) **جهنگلي ڇڇي يا ساندو**: ساندا جسامت ۾ وڏا ٿين ٿا، جن جي پڇ جا چلر ڪنڊن وارا ٿين. ساندا جهنگن ۽ باغن اندر زمين ۾ ٻر ناهي رهندا آهن. جيت ۽ گل کائيندا آهن. هنن جو ٻيو مشهور قسم **'ورامس'** آهي، جيڪو سنڌ ۾ **'ساندو'** سڏبو آهي. هي پنهنجو رنگ بدلائيندا آهن. زمين تي زمين جهڙو رنگ اختيار ڪندا آهن. هنن جي رنگ بدلجڻ جو ڪارڻ سندن جسم ۾ متحرڪ رنگين گوٿرين جو هئڻ آهي، جن کي 'ڪروميٽو فورس' چئبو آهي. (2) **گرگٽ**: هي هيدي پوري رنگ جون ڇچيون آهن ۽ ساندو سڏجن. (3) **پٽن واريون ڇچيون**: هي سائي رنگ جون ٿينديون آهن.

(4) **اُڏامندڙ ڇڇي (ڪرڙي)**: هيءَ ڇڇيون گهڻو ڪري گهاٽن جهنگلن ۾ نظر اينديون آهن. هنن جي ڌڙ جي پاسي ۾ هڪ جهلي ٿيندي آهي. جيڪا ڌڙ کي اڳين ٽنگن ۽ پوين ڄنگهن سان ڳنڍيندي آهي. ۽ هن جهليءَ جي مدد سان هڪ وڻ کان ٻئي وڻ تائين اڏامي سگهندي آهي.

**چُڇانگي**: ڇڇانگي قنبر تعلقي ۾ ڪوهستان واري حصي جو تمام خوبصورت ۽ وڻندڙ تفريح گاهه آهي. هيءَ پاڻيءَ جو ڪُنب آهي، جتي چئني طرفن کان مختلف نئين جا وهڪرا ملن ٿا. ان ڪري هن کي 'ڇڇانگي' يعني چئن چانگن يا شاخن وارو ڪنب چون ٿا. هيءُ ڪنب 400 فوٽن جي ٻن جابلو ٽڪرين جي وچ ۾ ڪاري ٿاهي ٿو، جنهن مان اڳتي هلي ڪنجي نئن' نڪري



چشانگي جو خوبصورت منظر

ٿي، جيڪا راهوءَ جي آٿي کان ٿيندي، دينار ٻرڙي جي ڳوٺ وٽ ٻجڙي ڪري ٿي. هن ڪنب جي آسپاس واري سموري علائقي کي مقامي ماڻهو 'ڇڇانگي' چون ٿا. انگريزن جي دور ۾ هن تفريح گاهه کي وڏو اوج حاصل هو. هن ڪنب ۾ انگريز ڪامورا اچي وهنجندا هئا. هن جي پر ۾ 'لاکي جا ڪندا' ۽ 'لوهيڙا' ماڳ آباد آهن. هن علائقي ۾ چانڊين ۽ گانئچن جي گهڻائي رهي ٿي.

**چِڏن/ بلورن راند**: شيشي مان ٺهيل گول ۽ مضبوط گوليون، جن سان ٻار 'بلور راند' کيڏندا آهن. موجوده وقت ۾ پرنٽنگ مشين جون پليٽون صاف ڪرڻ لاءِ به چِڏا (بلور) ڪم آندا وڃن ٿا. جيڪي وزن ۽ سائيز ۾ وڏا ٿيندا آهن. هنن سان چِڏن راند ٿيندي آهي. هيءَ راند سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ننڍا توڙي وڏا وندر لاءِ کيڏندا آهن. چِڏا، اصل ۾ شيشي جا بلور يا بنيءَ ۾ پڪل چُن جون گوليون هوندا آهن. چِڏن يا بلورن جي راند



ڪيترائي ڇوڪرا گڏجي کيڏي سگهن ٿا. پهريائين پٽسي يا ٽڪريءَ کي پٽ تي گرمٽ وانگر ڦيرائي گول سوراخ وانگر هڪ ننڍڙي کڏ کڏي ويندي آهي، جنهن کي 'کِڏ' چوندا آهن، پوءِ ڇوڪرا پنهنجي واري هلڻ جو واڪ ڏيندا آهن. هڪڙو چوندو پوئيل، ٻيو چوندو ٽيجهل، ٽيون چوندو ٻيجهل ۽ جوٿون باقي رهيل، سو ٿيو پهريل، تنهنڪري پهريائين اهو چِڏو کِڏ ڏي اُڇليندو ۽ ٻيا پوءِ نمبر وار چِڏا. کِڏ طرف اُڇليندا. چِڏا اُڇلڻ کانپوءِ پهرين بلورن کي اهو چُٽيندو، جنهن جو چِڏو کِڏ کي بلڪل ويجهو پيل هوندو، يا کِڏ ۾ وڃي پيو هوندو. ان کي اختيار آهي ته رانديگر جي چِڏي کي ڌڪ هڻي ۽ بعد ۾ چِڏو کِڏ اندر اُڇلي. جنهن رانديگر جو چِڏو کِڏ ۾ پيو، سو پڪو ليکيو ويندو ۽ جن جو چِڏو کِڏ ۾ نه پيو سي ڪچا رانديگر هوندا، جن کي پڪي رانديگر جي ويجهو ويهڻ نه ڏيندا ۽ ڌڪ هڻي پري ڪندا. پڪي رانديگر جو ڌڪ جنهن به چِڏي کي لڳندو اهو راند مان نڪري ويندو ۽ شرط موجب خارج ٿيندڙ رانديگر جا بلور کٽيندڙ جا ٿيندا. جي سڀئي پڪا رانديگر ٿيا ته پوءِ بلورن کي چال ڏيندا. يعني پري پري پيا اڇليندا ۽ جي ڪڪ ٿيا ته پوءِ ڌڪ بجاءِ چوندا گرانٽ ڪر، ٻاچو ڪر، بليس ڪر، ٻاڙي ڪر- مطلب ته گرانٽ. گرانٽ چيچ جي چوٽيءَ کان آڱوٺي جي چوٽيءَ تائين مفاصلي کي چئبو آهي ۽ ٻاچو، ٻاچ آڱر جي چوٽيءَ کان آڱوٺي جي چوٽيءَ تائين. بليس ڏسٽي آڱر جي چوٽيءَ کان آڱوٺي جي چوٽيءَ تائين جي ماپ ٿيندي آهي. جي سڀئي ڪاپي ويا ته نئين سر راند شروع ڪندا. اڪثر هنڌن تي هن راند ۾ بلورن توڙي پئسن جي شرط لڳائي ويندي آهي.

**چِڏڙ (ذات)**: چِڏڙ سنڌ جا قديم رهاڪو ۽ نج سنڌي آهن. چِڏڙ ذات جا ماڻهو هن وقت سنڌ جي مختلف علائقن سميت پنجاب، مشرقي پنجاب ۽ ٿوري تعداد ۾ بلوچستان، خيبر پختونخوا سميت ترڪيءَ ۾ آباد آهن. ان کان سواءِ راجستان ۽ مدراس ۾ به چِڏڙ رهن ٿا، پر اهي غير مسلم آهن. 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' ۾ هي سورج بنسي راجپوتن جو اولاد ڄاڻايل آهن، جڏهن ته ڪتاب 'چِڏڙ- تاريخ جي روشنيءَ ۾' موجب: چِڏڙ راءِ پسني خان پٽ راءِ سوترڪ پٽ راءِ چالڪ خان جو اولاد آهن. راءِ پسني خان کي اولاد ٿيو: ابڙو، چِڏڙ، بوهڙ، رهڙ، منجهو، ڇڇر، ٽانوري، ٻراڙ، برڙي ۽ ميڪڻ.

**چِڏڙ، رمضان دلدار**: ڪهاڻيڪار ۽ محقق محمد رمضان ولد محمد قاسم چِڏڙ، 1961ع ڏاري ماتليءَ ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم ماتليءَ مان ورتائين. ننڍپڻ کان ڪتابن ۽ رسالن سان لڳاءَ سبب لکڻ جو آغاز ڪيائين. ڪهاڻيون، مضمون ۽ تحقيق سان دلچسپي رهي اٿس. هيءَ ادبي سنگت ماتليءَ جو سيڪريٽري ۽ صوفي سنگت ماتليءَ جو باني سيڪريٽري جنرل به رهيو آهي. هن ماتليءَ تعلقي جي تاريخ، جاگرافي ۽ شخصيتن تي ڪافي ڪم ڪيو آهي، ان سلسلي ۾ ڪتاب به ڇپيل اٿس.



محمد رمضان چِڏڙ جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) جديد نانيءَ جي جديد ڪهاڻي (ڪهاڻيون)، (2) ٻه واٽي تي بيٺل ڇوڪري (ڪهاڻيون)، (3) چِڏڙ- تاريخ جي روشنيءَ ۾ (تحقيق)، ۽ (4) تاريخ ماتلي (تحقيق) وغيره اچي وڃن ٿا.

رمضان 'دلدار' چِڏڙ ماتليءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**چَرَ (ديهه)**: تعلقي ساماري جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد خان چانڊيو، ساجن خان چانڊيو، الهه داد خان، اوطاق سڄڻ خان، نواب مظفر، اوطاق محمد يوسف ۽ جان محمد ڪيري.

**چُرَ:** جبل ۾ قدرتي غار. جنهن کي غفا به چئبو آهي. زمين ۾ گڏ، گهوهون يا اهڙي قسم جا ٻيا جانور کڏ کوٽي رهندا آهن. جنهن کي چُرَ چئبو آهي.

کنهن به هنڌ تي ٺهيل اهڙي ڳجهي جاءِ، جتي لکي ويهجي، ان کي چُر چئبو آهي. علم بشريات جي ماهرن جو چوڻ آهي ته آڳاٽي زماني ۾ انسان جبلن ۾ ٺهيل قدرتي غارن ۽ چُرن ۾ رهندو هو.

**چراتو** (Chirata): هيءُ ٻوٽو ڪيترن ئي قسمن جو دنيا ۽ سنڌ ۾ ٿئي ٿو. عام طور هن جو ٻوٽو سوا ميٽر تائين ڊگهو هوندو آهي، جنهن جو ٿڙ 1.5 ملي ميٽر ٿئي ٿو. ٿڙ ۾ مختلف حصن تي ڳنڍيون ٿينديون آهن. هن ٻوٽي جا پن



بيضوي شڪل جا، ڦودني سان ملندڙ جلندڙ هوندا آهن. هن جا ڏاڪو قسم ڪڙا هوندا آهن. هيءُ ٻوٽو طبي علاج طور به ڪتب ايندو آهي. حڪيمن موجب هيءُ جگر ۽ معدي کي طاقت ڏيندڙ. جلندر. چاتيءَ جي سور، جگر جي سور ۽ رحم جي سور وارين بيمارين لاءِ مفيد آهي. هن کي ولجاڻ ۽ ماکيءَ سان استعمال ڪرائيندا آهن. اڄڪلهه رت صاف ڪرڻ لاءِ تمام گهڻو استعمال ڪيو وڃي ٿو.

هن کي يورپ ۾ به دوا طور استعمال ڪيو وڃي ٿو. هن جو مزاج گرم ۽ خشڪ هوندو آهي. هيءُ ٻوٽو ڪشمير کان وٺي نيپال تائين ٿئي ٿو. هن ٻوٽي کي عربيءَ ۾ 'قصب الزيره'، فارسيءَ ۾ 'نهاوندي'، سنسڪرت ۾ 'ڪرات'، گجراتيءَ ۾ 'ڪريانو'، بنگاليءَ ۾ 'چريتا' ۽ انگريزي ۾ 'Chirata' چئجي ٿو.

**چراخ** (Hyena/ *Crocuta*): چراخ هڪ قسم جو جهنگلي جانور آهي، جيڪو بگهڙ کان ٿورو وڏو ۽ بگهڙ جهڙو ٿيندو آهي. هيءُ سنڌ جي جابلو علائقن ۾ عام ٿئي ٿو. ڪراچيءَ جي آسپاس ڪڏيجي، گجي ۽ پٻ جبلن ۾ سندس ٿاڪ



آهن. چراخ جو جسم ميرانجهڙي پوري رنگ جو ٿئي ٿو. جنهن جي بت تي ويڪر ۾ ڪٽڪ رنگا يا ڪارا پٽا ٿيندا آهن. هن جي ڪنڌ ۽ پٺيءَ جي وچ تي وڏا وار (ٻُشڪون) ٿيندا آهن. چراخ جو بت هڪ ميٽر ڊگهو ۽ پڇ ننڍو ٿئي ٿو. هن جو وزن اٽڪل 34 ڪلوگرام ٿئي ٿو هن جون پويون ٽنگون اڳين ٽنگن کان ڪجهه ننڍيون ٿينديون آهن.

چراخ ٽٽائتو جانور آهي ۽ خاص ڪري جبلن جي وڏين غارن، ٽڪرين يا زمين ۾ چُر کوٽي رهندو آهي ۽ رات جو فصلن ۾ گهمندو آهي. هيءُ جهنگلي جانور شڪار ڪري کائيندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن جيئرا جانور به پنهنجي غار ۾ کڻي ايندو آهي. هن جو خاص دشمن گهوڙو آهي، جنهن کان هيءُ پڇي نه سگهندو آهي. چراخ آسانيءَ سان پالي سگهجي ٿو. پالڻ کانپوءِ مالڪ سان وفادار رهندو آهي. چراخ جي مادي هڪ ئي وقت ٽي ٻچا ڄڻيندي آهي. هي ڏينهن جو پنهنجي ڏر يا چُر ۾ رهندو آهي. سج لٿي کان پوءِ شڪار جي تلاش ۾ نڪرندو



آهي. چراخ، بگهڙ کان پوءِ ٻئي نمبر تي طاقت وارو جانور آهي. هن جي ڏندن ۽ ڏاڙهن ۾ وڏي طاقت ٿئي ٿي. ڪاوڙ ۽ جوش وقت ڏندن ذريعي پٿر به پوري ڇڏيندو آهي. گڏهه جي گوشت کي گهڻو پسند ڪندو آهي. پهاڪو آهي ته "گڏهه جو ماس ۽ چراخ جا ڏند". جانورن جا هڏا سندس پسنديده خوراڪ آهن. هن جي رهڻ واري هنڌ جي ويجهو هڏن جا ڍير هوندا آهن. هن کي 'بيابانن جو بادشاهه' به سڏيو ويندو آهي. آڳاٽي وقت ۾ چراخ سنڌ ۾ جاتي واري رڻ ۾ عام جام ڏسبا هئا. لوڪ ڪٿائن موجب چراخ ڏائڻن جو ڊڀو آهي، جنهن تي ڏائڻيون سواري ڪنديون آهن. هيءُ جانور ڊوڙڻ جو تيز هوندو آهي.

**چراغان ميلو:** لاهور شهر جي باغانپوره علائقي ۾ شالامار باغ ويجهو، مشهور درويش ۽ صوفي شاعر شاهه حسين عرف مادّولال حسين (وفات: 1599ع) جي مزار آهي، جتي هر سال مارچ جي مهيني جي آخري ڇنڇر تي، عرس جي موقعي تي ميلو لڳندو آهي. ميلي ۾ رات جو مزار تي 'چراغان' ڪيو ويندو آهي. جنهنڪري ميلي کي 'چراغان ميلو' چيو وڃي ٿو. ميلي جي موقعي تي عقيدتمند مشعل بردار جلوس ڪڍندا آهن. جيڪو شهر کان ٿيندو شالامار باغ تائين پهچندو آهي. شالامار باغ لڳ هي ميلو لڳڻ ڪري ڪيترا ماڻهو هن ميلي کي 'شالامار باغ جو ميلو' به چوندا آهن. موجوده وقت ۾ هيءُ ميلو باغ کان ٻاهر ٿئي ٿو. مسلمانن ۽ سکن جي زماني ۾ هيءُ ميلو ڇنڇر جي ڏينهن تي لڳندو هو. پر 1880ع کان هيءُ ميلو بهار جي آمد تي جمعي جي شام کان شروع ٿي، آچر جي شام وقت ختم ٿيندو آهي. جيئن ته هي ميلو ڪٽڪن پڇڻ جي مند ۾ ٿيندو آهي. ان ڪري ان ۾ موسمي ڏڻ جو رنگ به نمايان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. ميلي ۾ آسپاس جي شهرن ۽ ڳوٺن جا ماڻهو وڏيءَ عقيدت سان شريڪ ٿين ٿا. ميلي ۾ ماڻهن جو ٽولا ٽولا ٿي نچڻ، ڳائڻ، ملنگن پاران ڌمالون هڻڻ سان عجيب رنگ پيدا ٿئي ٿو. ان کان سواءِ ميلي ۾ ڪاڌي پيتي جي شين جا دڪان ۽ کيل تماشا، ميلي جي رونق ۾ اضافو ڪن ٿا.

**چرتراءِ ڪوش** (ڪتاب): هن ڪتاب جو مصنف مشهور اديب ٻلديو گاجرا آهي. ڪتاب جو موضوع هندستان جي آزاديءَ جي تحريڪ آهي، جنهن ۾ ان وقت جي حالتن ۽ آزاديءَ جي سورمن جو ذڪر آهي، جن وطن خاطر جان جا نذرانا پيش ڪيا. هيءُ ڪتاب 1990ع ۾ ممبئيءَ ۾ ڇپيو ۽ ٽن جلدن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جي ٽئين جلد ۾، آزاديءَ جي عظيم شهيدن: (1) 'هرچند راءِ وشنداس'، (2) 'داتا ترِيا'، (3) 'مينگهراج لُلا'، (4) 'هاسارام پمناڻي'، (5) 'هيمون ڪالاڻي' ۽ (6) 'الهه بخش سومري' جو تفصيلي ذڪر آهي.

**چرَچ** (Church): چرچ عيسائين جي عبادتگاھ کي چئبو آھي، جنھن کي ڪليسا ۽ گرجا بہ سڏيندا آھن. چرچ (Church) قديم انگريزي لفظ Cirice ۽ وچئين دور جي يوناني لفظ Kuriakon مان نڪتل آھي، جنھن جي معنيٰ آھي God's House يعني ’خدا جو گھر‘. چرچ ھن وقت مختلف مقصدن لاءِ ڪتب اچي ٿي، يعني ھڪ اھڙي عمارت، جيڪا عام عيسائي مذھب وارا عبادت لاءِ



ڪتب آڻين. اھڙي قسم جي عمارت ۾ عيسائي مذھب وارا گڏجاڻيون ڪن ٿا، مذھبي ڏڻن تي ميل جول ٿئي ٿو خدمت خلق، علائقي سطح تي مذھبي اشاعت ۽ ٻين معاملن بابت تنظيمي گڏجاڻيون ٿين ٿيون جھڙوڪ: منظم مذھبي ماحول لاءِ حڪمت عمليون، سياسي يا سماجي سگھہ پيدا ڪرڻ جون تدبيرون وغيره جوڙيون وڃن ٿيون. عيسائين جي عبادتگاھ لاءِ حضرت عيسيٰ عليہ السّلام جو چوڻ ھو تہ: ”مان ول آھيان، پوئلڳ منھنجون شاخون آھن“ ۽ ”ڪليسا/ چرچ منھنجو جسم آھي.“

اڳاٽي وقت ۾ يورپ اندر ملڪي ڪاروھنوار توڙي سياست ۾ چرچ کي وڏي فوقيت حاصل رھي آھي. ڪليسائي تاريخ جا ٽي دور ٿي گذريا آھن.

(1) **چرچ جي بنياد پوڻ وارو دؤر:** جنھن ۾ يوناني، رومي حدن اندر عيسائيت جي زندگيءَ جا معيار مقرر ڪيا ويا.

(2) **وچ وارو دور:** جڏھن بازنطينين جي شھنشاھيت ختم ٿي، نئين رومي، جرمن ۽ سليوي رياستن زور ورتو: انھيءَ دؤر ۾ مشرقي ڪليسا مغربي چرچ جي ايڪي مان ڌار ٿي.

(3) **پوين/ ھاڻوڪو دور:** ھن دور ۾ خود مغربي رياستن جي وچ ۾ بہ اتفاق نہ رھيو چرچ جو دائرو آمريڪا، ايشيا، آفريڪا جي ڪن خطن تائين پھتو ھي دؤر اڃا بہ ھلي پيو. البت ان وقت کان ھن وقت تائين، وچ ۾ ڪيتريون ئي نئديون تبديليون پيئي آيون آھن.

چرچ ۾ ڪجھہ فرقا بہ پيدا ٿيا آھن، جن ۾ مکيہ ھيٺيان آھن:

**شرعي/ ديني چرچ** (Orthodox Church): اڪيلي ۽ اصل سچي چرچ، جيڪا ٻارھن چيلن جي دؤر ۾ قائم ٿي. ھي اھي چيلا ھئا، جن حضرت عيسيٰ عليہ السلام سان گڏ گذاريو ۽ ڪائنس عيسائيت جا بنيادي عقيدا ۽ اصول سکيا ۽ انھن تي عمل ڪيو.

**ڪيٿولڪ چرچ** (Catholic Church): ھي الھامي سچ جا مڪمل دعويدار آھن. ان ڏس ۾ ھڪ ننڍو فرقو Church of Christ بہ آھي، پر ان کي ڪيٿولڪ چرچ مان نڪتل/ ڦُٽل سمجھيو وڃي ٿو.

ڪيٿولڪ فرقي وارن جو اعتقاد آھي تہ حضرت عيسيٰ عليہ السلام پاڻ پنھنجن ٻارھن خاص چيلن يا خليفن (Apostles) کي اھو اختيار ڏنو ھو تہ اھي عقيدن ۽ اخلاقيات بابت سندس مجيندڙن جي اڳواٽي ڪن ۽ ان ڏس ۾ فيصلا بہ ڪن. ھن اھو بہ يقين ڪرايو تہ پاڪ روح (Holy Spirit) يعني خدا سندن حفاظت ڪندو. پھرين صدي عيسويءَ جي پڇاڙيءَ ڌاري چرچ جا اختيار بشپن (Bishops) جي ھٿ ۾ ڏنا ويا. ٻيا ٽي بشپ تبع تابعين جي حيثيت ۾ ڪين ڄاڻيندا ھئا. ھن وقت بشپن جا اختيار ڪنھن شھر ۽ ان جي آباديءَ آھر پسگردائي تائين ھجن ٿا.

**پروٽسٽنٽ چرچ** (Protestant Church): ھن وقت ھن قسم جون چرچون نسبتاً گھٽيون آھن، ڇاڪاڻ تہ ھنن وٽ عيسائين ۽ چرچ جي وچ ۾ فرق آھي، پوءِ بہ چرچ جي عالمگيريت کي مڃين ٿا، پر بشپن جي بجاءِ Apostles يا ٻارھن پھرين چيلن کي مڃين ٿا. ذاتي ادارن کي ھنن Denominations جي عرفيت سان تسليم ڪرڻ شروع ڪيو.

**آزاد خيال** (Liberal Church): آزاد خيال چرچ وارن مسيحيت ۾ تمام وڏيون عقيداتي تبديليون آنديون آھن. جيڪي اڪثر گھڻن عيسائين لاءِ قابل قبول نہ آھن. بھرحال ھي بہ وڏن فرقن مان ھڪ فرقو آھي. ھنن خيال وارن: (1) خود بائيبل/ انجيل جي عبارتن ۾ ڪي تبديليون ڪيون آھن. (2) ھنن جو چوڻ آھي تہ تثليث ۽ Incarnation جا نظريا پوريءَ ريت انجيل جي روح سان نٿا ٺھڪن. (3) ھي اخلاقي معيارن جي سختيءَ جا، خاص ڪري جنسيات جي حوالي سان قائل نہ آھن.

**چرچ جي عمارت:** ھونئن تہ چرچ/ ڪليسا جي عمارت ۾ ننڍا وڏا ڪيترا اڏاوتي ۽ ترتيبي انگ ھجن ٿا، پر انھن مان ھيٺيان انگ اھم آھن:

(1) عمارت جا اندريان پاسا (Aisles) ڊگھيءَ شڪل ۾ ھئڻ گھرجن.

(2) پاسن جي وچ ۾ ڊگھو حصو (Nave) جنھنڪري ٻيلپاون وسيلي Aisles جدا لڳن.

(3) قربانگاھ (Atar) مٿانھين ميز يا ڊِڪي، جتي قرباني/ پيتا جھڙيون مذھبي رسمون ادا ڪجن.

(4) قربانگاھ جي ايرندي پاسي ھڪ پلوڙو (ڊِڪيل حصو/ Chancel) ٿئي.

(5) عمارت جو آڏو پاسو (Transept) يعني اھڙو اندريون حصو. جيڪو مکيہ عمارت ۾ بيھڪ جي لحاظ کان آڏو ھجي ۽ صليبي شڪل ٺاھي.

(6) ڪليسا جو منظر، ڳائڻ جو طائفو ۽ سندن جاءِ (Choir).

(7) ڏيڍي يا پيش دالان (Porch) چرچ جي پاسي سان اندر داخلا لاءِ ڍڪيل لنگھہ.

(8) ڪليسا جو اندريون حصو (Naos).

(9) لباس خانو (Vestry). گرجا سان گڏ ھڪ ڪمرو، جنھن ۾ پادرين جون منصبي پوشاڪون رکيل ھجن ٿيون.

ڪن ڪليسائن ۾ عورتن لاءِ ننڍڪلي ديول (Chapel) بہ ٺھيل ھوندي آھي.

پاڪستان ۾ ڪيترائي چرچ اھن، جن ۾ ڪراچيءَ جو سينٽ پيٽرڪ چرچ، ٽرنٽي چرچ وغيره مشھور آھن. سنڌ جي شھرن: حيدرآباد، ميرپورخاص، سکر ۽ ٻين شھرن ۾ چرچ موجود آھن.

**چرچ مشنري سوسائٽي، سنڌ:** هيءَ سوسائٽي 19 صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري انگريزن جي دور ۾، ڪراچيءَ ۾ قائم ٿي، جيڪا ان وقت جي مشهور اشاعتي اداري 'چرچ مشنري سوسائٽيءَ' جي هڪ شاخ هئي. هن سوسائٽيءَ سنڌي علم ادب بابت ڪتاب ڇپايا، سنڌي اسڪول کوليا ۽ عيسائي مذهب جي واڌاري لاءِ سنڌيءَ ۾ ڪتاب ڇپايا. هن سوسائٽيءَ ۾ سنڌ جي مسلمانن، هندن ۽ سکن کي سکيا ڏيڻ لاءِ عربي، ديوناگري ۽ گرمکي لپين ۾ ڪتاب ڇاپي، سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ تقسيم ڪيا ويندا هئا. اهڙيءَ طرح سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترن ڪتابن جو اضافو ٿيو. سنڌ ۾ آيل پادرين مان ڪي محقق ۽ اديب به هئا، جن جي هن سوسائٽيءَ ذريعي ڪيل خدمتون وساري نٿيون سگهجن. انهن ۾ ڊاڪٽر ارنيسٽ ٽرمپ، جارج شرٽ ۽ جي. اي. گريئرسن قابلِ ذڪر آهن.

**چَرخو:** سٽ ڪتڻ جو هڪ اوزار، جيڪو 'اَرٽ' يا 'اَٽڻ' جي عام نالن سان به مشهور آهي. اڳاڻي وقت ۾ چرخو گهر ۾ سُٽ ڪَتڻ لاءِ استعمال ڪيو ويندو هو. پر هاڻي ان جو رواج گهٽجي ويو آهي ۽ صرف ڪن ذاتين وٽ رائج آهي. مثلاً: ڪوري، ميمڻ، شيخ وغيره ڪتي ڪتي چرخا هلائين ٿا. چرخي ۾ ونگ، ڏور ۽ تَڪَ نالي سان خاص حصا ٿيندا آهن.



آهي. چرخي کي سنڌي، پنجابي ۽ هندي شاعريءَ ۾ ڳايو ويو آهي. عابده پروين ڳايل مشهور ڪلام: "جيڏيون! منهنجو چرخو چيو نه ڪري"، ۽ ماڌو لال حسين لاهوريءَ جو پنجابي ڪلام "جهوم چرخڙا سنئيان دا، تيڏي ڪتڻ والي جيوي" ان جا مثال آهن. (وڌيڪ: ڏسو: اٽڻ، جلد پهريون)

- 'ٿار' ۾ 'هُرلي' کي به چرخو چوندا آهن، جيڪو هيٺاهين سطح تي وهندڙ پاڻيءَ کي مٿانهين زمين تي پهچائڻ جو بهتر ۽ مؤثر ذريعو آهي (ڏسو: 'ٿار' يا 'هُرلو').

**چَرخي** (Pully): چرخي ڦيٿي نما گول چڪري يا پُلي ٿيندي آهي، جيڪا هڪ ڌريءَ (Axle) سان لڳل هوندي آهي، جيڪا هڪ بلاڪ ۾ ڦاسائي هلائبي آهي ته ڦيٿو آزاديءَ سان ڦرندو آهي. چرخيءَ جي ڦيٿي تي هڪ ڪانچو ٿيندو آهي. جنهن ۾ پٽو يا ڏوري وجهي ان کي ڦيرائي گهربل ڪم ورتو آهي. چرخيءَ جا ٻه قسم آهن:



(1) بند ٿيل يا بيٺل چرخي، (2) حرڪت ڪندڙ چرخي.

ڪوهه مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ عام طرح جيڪا چرخي ٻيلهنگ ۾ قابو ٻڌل هوندي آهي، ان کي 'ڦرِٽي' ۽ 'پوڙ' به چوندا آهن. ٽريڪٽر ذريعي ڪٽڪ جو ان ڪڍڻ لاءِ ٿريشر مشين پڻ چرخيءَ ذريعي هلائي ويندي آهي.

**چرخي:** هي پوک جو هڪ قسم آهي. مٿاهينءَ زمين کي نار جي رستي پاڻي پهچائي آبادي ڪبي آهي ته اهڙي قسم جي پوک کي 'چرخي' پوک چئبو آهي. ناري، مهراڻي واري پاڳي ۽ ميرپورخاص طرف چرخي ۽ موکي پوکون ٿين ٿيون.

**چرخي جو راز (ڪتاب):** هي ڪتاب نارائڻداس ملڪاڻيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ مهاتما گانڌيءَ پاران ديسي ڪپڙي واپرائڻ ۽ ولايتي ڪپڙي جي بائيڪاٽ ڪرڻ جي سلسلي ۾ 'چرخي' تي ڪتجندڙ ڌاڳي مان ٺهندڙ ديسي ڪپڙي جي اهميت بيان ڪئي وئي آهي. هن ڪرائون سائيز ڪتاب ۾ 54 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 12 آنا آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو، قومي ساهتيه منڊل، نيشنل پريس حيدرآباد مان سال 1946ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**چرس**[1] (Hashish): چرس هڪ نشي آور مادو آهي. ڀنگ جي ٻوٽيءَ جي پنن ۽ گلن وغيره کي گهوٽي هڪ رطوبت تيار ڪئي ويندي آهي، جنهن کي چرس چوندا آهن. نشي جا عادي چرس نشي طور استعمال ڪندا آهن ۽ مٽيءَ جي سلفيءَ ۾ چرس جي ڳوڙهيءَ کي باهه ڏئي، پيئندا آهن. اڄڪلهه سڄيءَ دنيا ۾ ڪيترا عادي ماڻهو چرس، سگريٽ يا بيڙيءَ ۾ وجهي پيئندا آهن. چرس ليئيءَ (Paste) جهڙو مادو ۽ هلڪو ڪارو پورو هوندو آهي.



چرس اصل ۾ اولهه ايشيا ۾ وڏي تعداد ۾ ملي ٿو. جتي ڀنگ جو ٻوٽو گهڻو پيدا ٿئي ٿو. پاڪستان جا اتريان علائقا به ڀنگ پوکڻ جي حوالي سان مشهور آهن. جتي ڀنگ جي ٻوٽن کي ٻين نشيدار شين سان ملائي چرس ٺاهيو ويندو آهي. ننڍي کنڊ ۾ چرس راجستان، اولهه بنگال ۽ هماليه جي آسپاس عام جام ملندو آهي. ويهين صدي عيسويءَ ۾ چرس جي کپت ۾ وڏو اضافو ٿيو يورپ ۽ آمريڪا به چرس جي تجارت ۽ واپرائڻ ۾ سرگرم رهيا آهن. ڀنگ جا ڪي خاص قسم پوکيا ويندا آهن، جن مان صرف چرس ٺهندو آهي.

موراڪو يورپ ۽ مڊل ايسٽ ۾ چرس کي تماڪ سان ملائي، سگريٽ جي صورت ۾ پيتو ويندو آهي.

چرس جو مزاج گرم ۽ خشڪ آهي. هن جي واپرائڻ سان انساني جسم کي ڪافي نقصان رسي ٿو جهڙوڪ: چرس جسم کي سنهو ڪري ٿو بک گهٽائي ٿو حواس باخته ڪري ٿو ۽ گهڻي استعمال سان چريائيءَ جي نوبت به اچي سگهي ٿي. چرس جو حد کان وڌيڪ استعمال موت جو ڪارڻ به بنجي سگهي ٿو.

**چَرَسُ** [2]: سنڌ ۽ بلوچستان جي جابلو علائقن ۾ کوهن مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ استعمال ٿيندڙ چمڙي جي بوڪي کي 'چرس' چوندا آهن. اڪثر هنڌن تي هن قسم جي بوڪي کي 'ڪوش' يا 'چرسي' به چيو ويجي ٿو.

**چَرغيلو**: باز پکيءَ جو هڪ قسم آهي، جيڪو چرغ (مادي باز) جو نر آهي. هن پکيءَ جو پيٽ ۽ پئي ڪاري ٿيندي آهي، هن جو رنگ اڇو ٿيندو آهي ۽ بت تي ڪارا ٽڪا ٿيندا آهن. هن جو مٿو پوئين پاسي ڪارو ٿئي. هن پکيءَ جي چهنب ٿلهي، نوڪدار ۽ وريل ٿيندي آهي. هن جي ماديءَ کي "چرغ" چئبو آهي. جنهن جون اکيون ڪاريون هونديون آهن. هن باز سان تلور ۽ هرڻ جو شڪار ڪبو آهي، ڪڏهن ڪڏهن هلن (سرٽين) تي به چڊبو آهي. هي پکي جابلو علائقي جي ڪچي ۾ ٿيندو آهي.

**چرڪس درويش**: چرڪس ولد ڏنو سرڪي درويش، ڏهين صديءَ ڌاري وقت جو ناليوارو بزرگ ٿي گذريو آهي. چرڪس درويش بابت 'حديقة الاولياء' ۾ سيد عبدالقادر ٺٽويءَ لکيو آهي ته "چرڪس درويش عشق ۽ عرفان جي وڏي منزل تي پهتل هو". روايت آهي ته "درويش چرڪس بابت ڪيترين ڪرامتي روايتون مشهور آهن، جيڪي شيخ پرکيي ڪاتار ۽ ٻين حوالن سان ڪتابن ۾ موجود آهن.

چرڪس درويش جي مزار ونگي ڳوٺ، ضلعي ٺٽي ۾ موجود آهي. سندس وفات جي تاريخ 3 محرم 968هه/ 24 سيپٽمبر 1560ع ٻڌائي وڃي ٿي.

**چرڪ**: ٽرجي اونهن کوهن ۽ ننڍين ويرٽين (کوهين) جي کوٽائيءَ بعد انهن جي تري ۾ ڪنڊيءَ جي چٽن يا وڏيڪ مضبوط ڪاٺين کي 'چرخي' جي شڪل ۾ ڪُپائي بيهاربو آهي ته جيئن کوهه جي پيڙهه مضبوط ٿئي. ان کي ترئيءَ ۾ 'چرڪ' چئبو آهي. هي چرڪ ٽرجا سوٽهڙ واڍا ناهيندا آهن. چرڪ کي جامع سنڌي لغات (بلوچ) ۾ کوهه جو 'چڪ' سڏيو ويو آهي.

**چرمي** [1]: چرمي هڪ قسم جي ول آهي، جيڪا ٿر ۾ ٿيندي آهي. جنهن ۾ مڱ جي داڻن جيترا ٻج ٿين ٿا. هن ول جو ٻج ڳاڙهي رنگ جو هوندو آهي، جنهن جو مٿيون حصو ڪارو هوندو آهي. سڀ داڻا وزن ۾ هڪجيترا ٿيندا آهن. آڳاٽي زماني ۾ چرمي ول جا داڻا سون تورڻ لاءِ ڪم آڻيندا هئا. هن ول کي مال شوق سان ڪائيندو آهي. هن جا پن سون مڪئيءَ جهڙا ٿيندا آهن ۽ ٻج سخت ٿيندو آهي. چرميءَ جو ٻج ٻن قسمن جو ٿئي ٿو: اڇو ۽ ڳاڙهو.

چرميءَ جا داڻا وزن ۾ مڱن جي داڻن جيترا ٿيندا. اعشاري (ڏهائي) نظام کان اڳ ۾ ماپ تور جي جدولن ۾ چرميءَ جي داڻن جو ذڪر ملي ٿو:

4 داڻا مڱ يا چرمي برابر هڪ رتي
8 رتيون برابر هڪ ماسو
12 ماسا برابر هڪ تولو
80 تولا برابر هڪ سير
40 سير برابر هڪ مڻ
28 مڻ برابر هڪ ٽن.

**چرمي** [2] (لوڪ گيت): چرمي، ٿر جو هڪ مشهور لوڪ گيت آهي. هن لوڪ گيت ۾ بلال نالي هڪ شخص جو چرميءَ جي ٻوٽي سان پيار ڏيکاريل آهي، جنهن ۾ چرمي جي داڻن ۽ سون جو پاڻ ۾ بحث ڏيکاريو ويو آهي. ان بحث ۾ هر هڪ پاڻ کي اتم سمجهڻ جي هام هڻي ٿو. مثال:

سون: منهنجي بدبختي آهي، جو قيمتي هئڻ جي باوجود ڪاري منهن واري جي سامهون تورجان ٿو

چرمي: منهنجو منهن ڪارو ڪڏهن به نه هوءِ نه هجي ها، جيڪڏهن آءٌ تو (سون) سُوم (بخيل) سان نه تورجان ها.

چرمي گيت، مائي پاڳيءَ ۽ موهن پڳت ڳايو آهي. هن جا ٻول هن ريت آهن:

ايئي چرمي رو بلالي سان پيار،
گهوري جاوان چرمي نان...!

**چرن داس گُر سهاڻي**: مشهور ڪهاڻيڪار، ناول نگار، مضمون نويس ۽ ليکڪ. چرنداس ٺاڪر گُر سهاڻي، 26 جون 1905ع تي پرياسٽي، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. هن ڪيترا مضمون، مقالا ۽ ڪهاڻيون لکيون آهن. ورهاڱي کان اڳ 'ديوان ڪوڙو مل ساهتيه منڊل' نالي ادارو قائم ڪري، ان پاران ڪيترا ڪتاب ڇپايائين. ورهاڱي کان پوءِ ممبئيءَ جي باندرا علائقي ۾ وڃي رهيو. سندن 15 کن ڪتاب ڇپيل آهن. سندس پهريون ڪتاب 'ديوان ڪوڙي مل چندن مل ڪلناڻيءَ جي جيوني' آهي. سندس ڇپيل ڪتابن مان ڪي اهم هي آهن.

(1) 'سنڌي ساهتيه جو ابو ديوان ڪوڙومل چندن مل' (جيوني: 1927ع ۽ ٻيو ڇاپو: 1962ع)، (2) 'جيون مڪت: ڀڳت واڌورام' (جيوني: 1923ع ۽ ٻيو ڇاپو: 1966ع)، (3) 'ٺانڪ نرنڪاري' (جيوني: 1969ع)، (4) 'شري راڌا ۽ شري ڪرشن جا پريم گيت' (جيوني: 1971ع)، (5) 'يوگ وششٽ' (1979ع) ۽ (6) 'سندر سوکڙي' (1953ع). هن ٻيا به ڪيترا ڪتاب لکيا، جيڪي نصاب ۾ پڙهايا وڃن ٿا.

**چرند وار**: عام طرح چرند وار کي وار جو هڪ قسم سمجهيو ويندو آهي، پر اصل ۾ هي هڪ جيوڙو (Besum) آهي، جيڪو خاص ڪري مٿي، ڀرن، مُڇن ۽ ڏاڙهيءَ وغيره جي وارن جي پاڙ ۾ پيدا ٿيندو آهي. نتيجي طور جاڙايل هنڌن جا وار ختم ٿي ويند اآهن ۽ جسم جو اُهو حصو بد زيبو ٿي ويندو آهي. عام طرح چرند وار جي بيماري لاعلاج سمجهي ويندي آهي. پر ائين نه آهي، اُن جو هوميوپيٿيءَ ۾ به علاج آهي ۽ ميڊيڪل ۾ اُن جو علاج 'وٽامن A' آهي. جڏهن ته روايتي طور تي چرند وار جي پاڙ ۾ ٿوهر جي رس لڳائڻ سان ان جو علاج ڪيو ويندو آهي.

**چرن سنگهه**: ڀارت جو نامور سياسي اڳواڻ ۽ اڳوڻو وزيراعظم چرن سنگهه، 23 ڊسمبر 1902ع تي اتر پرديش جي ڳوٺ هاپور (Hapur)، ضلعي غازي آباد ۾ ڄائو سندس وڏن 1857ع واري آزاديءَ جي جنگ ۾ انگريزن خلاف ڪردار ادا ڪيو هو چرن سنگهه، مهاتما گانڌيءَ جي اهنسا (Non Violence) واري سياست جو پوئلڳ هو جنهن ڪري 1930ع ڌاري ڇهه مهينا جيل ياترا به ڪئي هئائين. هن 1937ع ڌاري ڪانگريس جي پليٽفارم تان سياست ۾ باقاعدي داخل ٿيو ۽ اتر پرديش جي ليجسليٽو اسيمبليءَ ۾ ميمبر چونڊيو. ان وقت سندس عمر 34 سال هئي. هن اسيمبليءَ ۾ Agriculture Produce Market Bill پيش ڪري وڏي مشهوري حاصل ڪئي.



جنهن ۾ هن هارين سان پلاوٽن جي زيادتيءَ خلاف آواز اُٿاريو هو. اهو بل منظوريءَ کان پوءِ پارت جي ڪيترين رياستن ۾ لاڳو ڪيو ويو. چرن سنگهه 1940ع ڌاري ستياگرهه تحريڪ ۾ حصو ورتو ۽ نومبر 1940ع ۾ ڪيس هڪ سال لاءِ جيل موڪليو ويو. 1942ع ۾ ٻيهر ڊي. آءِ. آر (D.I.R) هيٺ جيل ويو. جتان نومبر 1943ع ۾ آزاد ٿيو. هن انگريزن کان آزاديءَ واري پارليامانی جدوجهد ۾ ڀرپور حصو ورتو هو ۽ ڪانگريس سان لاڳاپيل رهيو. 1952ع ۾ ڪيس اتر پرديش رياست ۾ روينيو جي وزارت جو قلمدان مليو. هن رياست ۾ زرعي سُڌارا آڻي، وڏين زميندارين کي ختم ڪيو. هي جواهر لال نهروءَ جي روسي قسم جي اقتصادي پاليسين جو مخالف هو. هن جو خيال هو ته ملڪ ۾ ڪوآپريٽو فارمن وارو نظام هلي نه سگهندو. اڳتي هلي چرن سنگهه 1967ع ۾ آل انڊيا ڪانگريس تان استعيفا ڏئي، 'پارت لوڪ دل' نالي پنهنجي پارٽيءَ جو بنياد وڌو. هن جي جماعت کي هارين ۽ پورهيتن جي وڏي حمايت حاصل هئي. هن ئي سال (1967ع) ۾ راج نارائڻ ۽ رام منوهر لوهيا جي مدد سان اتر پرديش رياست جو وڏو وزير چونڊيو. جڏهن ته 1970ع ۾ جڏهن جنتا پارٽيءَ کي اقتدار مليو ته چرن سنگهه اتر پرديش رياست جو ٻيهر وزيراعليٰ چونڊيو ويو. 1975ع کان 1977ع تائين محترمه اندرا گانڌيءَ ملڪ ۾ ايمرجنسي لاڳو ڪئي، جنهن دوران سندس مخالف، جن ۾ چرن سنگهه به شامل هو، جيل ۾ رهيا. ان عرصي دوران چرن سنگهه ۽ سندس پارٽيءَ کي وڏي عوامي مقبوليت حاصل رهي. چونڊن ۾ جنتا پارٽيءَ جو اڳواڻ مرار جي ڊيسائي وزيراعظم ۽ چرن سنگهه ڊپٽي پرائيم منسٽر ۽ هوم منسٽر مقرر ٿيو. 1979ع ۾ مرارجي ڊيسائي رشوت جي الزام لڳڻ سبب استعيفا ڏني. جنهن کان پوءِ چرن سنگهه ساڳئي سال اندرا گانڌيءَ جي مدد واپس وٺڻ سبب چرن سنگهه وزارت عظميٰ جو عهدو وڃائي ويٺو. ان کان پوءِ چرن سنگهه 'پارتيه لوڪ دل' جو صدر رهيو ۽ 29 مئي 1987ع تي لاڏاڻو ڪري ويو. هن پُٺيان هڪ بيوهه جياتري ديوي ۽ ٻه پٽ ڇڏيا.

چرن سنگهه ڪيترن ئي ڪتابن جو ليکڪ هو جن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

(1) Indias' Economic Policy
(2) The Gandhian Blue Print
(3) Economic Nitghtmare of India
(4) Its causes and Cure
(5) Cooperative Farming X-Rayed.

**چَرُون**[1]: هيءَ نامي جو وڏو ٿانءُ، جنهن ۾ رنگريز ڪپڙا رڱيندا آهن، ان کي چَرُون چوندا آهن. هيءُ ٿانءُ ديڳ وانگر اپورڪو ٺهندو آهي. شاهه جي رسالي ۾ هيءُ لفظ 'چَرو' جي اچار سان آيل آهي، جڏهن ته اجرڪ ٺاهيندڙ هن جو اچار 'چَرُون' ڪندا آهن. اجرڪ چريندڙن وٽ هيءُ ٿانءُ پاڻي ڪڍڻ لاءِ ڪتب ايندو آهي، جنهن ۾ پاڻي گرم ڪبو آهي. هيءُ ٿانءُ چلهي ۾ بند هوندو آهي. جنهن جي هيٺان تِکي باهه ٻاري، ان ۾ علي جي هيراڪس ڦٽڪي ۽ ٻيا مصالحا وجهي، ان ۾ اجرڪ کي ٻوڙي، ان تي ڳاڙهو رنگ چاڙهيو ويندو آهي.

**چِرُونَ**[2]: چرون کي روز مره جي ٻوليءَ ۾ 'لپ' به چئجي ٿو هڪڙي هٿ جي آڱرين کي اهڙيءَ طرح موڙڻ جيئن هٿ ۾ ننڍو پيالو ٺهي وڃي، جنهن ۾ پاڻي، تيل وغيره ڪڄجي. يعني هڪڙي هٿ جي ترِيءَ ۾ ڪنهن به شيءِ کي اهڙيءَ طرح ڪڻڻ يا رکڻ جيئن اها هارجي نه سگهي. ان ماپ جي پاڻيءَ يا تيل کي چُرون چئبو آهي.

- تماڪ جي پنن مان ٺهيل هڪ قسم جي وڏي ۽ ٿلهي بيڙيءَ کي چرون چئجي ٿو جنهن کي جديد ٻوليءَ ۾ 'سِگار' چئبو آهي.

**چرئي جا چرچا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌيءَ جي نامور ليکڪ محمد بخش جوهر جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 28 صفحا آهن. جنهن جي هن جي قيمت 44 پئسا ڇاپايل آهي. ڪتاب جو بيو ڇاپو آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس، مدينه پريس حيدرآباد مان سال 1963ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**چَري**[1]: هڪ کان ڏيڍ فوٽ ويڪري، ٻن کان ساڍا ٽي فوٽ ڊگهي، 2 فوٽ کن اونهي کڏ جنهن ۾ ڪاٺيون وجهي باهه ٻاري مٿان ديڳ رکي رڌي ويندي آهي. وڏين شادين ۾ اها کڏ 50-40 فوٽ ڊيگهه واري به ٿئي، جنهن تي هڪ ئي وقت ڪيترِيون ديڳيون رڌي سگهبيون آهن.

قديم آثارن جا ماهر به ان قسم جون 3x3 فوٽ يا 5x5 فوٽن جون ننڍيون چريون کوٽي، ماڳ يا دڙي مان وٿون هٿ ڪري مطالعي هيٺ آڻي، ماڳ يا دڙي جي دور يا زماني جو تعين ڪندا آهن. اين جي مجمدار به سنڌ جي ڪيترن دڙن تي اهڙيون چريون کوٽيون هيون. بلوچستان يا قبائلي علائقن ۾ اهڙيون چريون کٽي، اُنهن ۾ ٽانڊن تان ڏوهاري ماڻهن کي گذاري قسم ڪٽائيندا آهن. اهو جهالت جي دور جو طريقو آهي، جنهن جو ملڪ جي ڪورٽن سخت نوٽيس ورتو آهي.

عمارتن جي بنيادن رکڻ لاءِ به سڌي زمين تي نقشي جي رٽ موجب احاطي يا ڪمرن وغيره چريون/ کڏون کوٽي پيڙهه ٻڌبي آهي.

ترواري پاسي ٻنين جي ٻاهرين پاسن کان چري کوٽي، واڙ ڏيندا آهن، جيئن وسڪاري دوران ٻنين ۾ پَيل نه ٿي سگهي.

**چري**[2] (ديهه): تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ به ڳوٺ نه آهي.

**چري بخش پهوڙ**: ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام محمد نظاماڻي، عيسيٰ خان بروهي، محمد اسماعيل شيخ (يعقوب شيخ)، گل شير شر، مياندان شر (محمد خان)، حاجي غلام قادر راڄڙ، حاجي علي محمد راڄڙ، عبدالحڪيم شر (علي شير شر)، سائينڏنو شيخ (بادل شيخ) ۽ پاڏي شيخ (دوست محمد شيخ).

**چريو ڏاتورو** (Datura Alba): ڏاتوري جو ٻوٽو سنڌ ۾ چريي ڏاتوري طور مشهور آهي. هيءُ هڪ ننڍو ٻوٽو ٿيندو آهي، جيڪو زرعي زمينن ۾ پاڻمرادو اُسرندو آهي. هن ٻوٽي جون دنيا ۾ 15 جنسون ملن ٿيون، جن مان 10 سنڌ ۾ موجود آهن. هي ٻوٽو زمين ۾ ڇهن فوٽن تائين پاڙ



هٺي ٿو ۽ ٻن کان ٽي فوٽ اوچو ٿيندو آهي. هن ٻوٽي جي پنن ۾ هڪ خطرناڪ قسم جا جزا ٿين ٿا. جنهنڪري هن جو پن واپرائڻ سان ماڻهوءَ تي هڪ خُماري ڪيفيت طاري ٿي ويندي آهي ۽ هو بي ساخته عجيب قسم جون حرڪتون ڪرڻ لڳندو آهي ۽ بيحال ٿي ويندو آهي، ان ڪري هن ٻوٽي کي سنڌ جا ماڻهو ’چريو ڌاتورو‘ چوندا آهن. هيءُ ٻوٽو سڄيءَ دنيا ۾ طبي حوالي سان ڪم ايندو آهي ۽ سنڌن جي سور، مشڪن، ہنڈڻن جي سوڄ ۽ سور وارين بيمارين ۾ دوا طور ڪم اچي ٿو. آيرويدڪ ۽ يوناني طب ۾ هن ٻوٽي جو تيل ڪڍي پراڻي زخم ۽ ناسور جي علاج طور ڪم آندو ويندو آهي.

هن ٻوٽي جا سمورا حصا پن، گل، ڏانڊيون وغيره طب ۾ ڪم اچن ٿا. ايلوپيٿيءَ واري علاج ۾ به هي ٻوٽو دم، سنڌن جي سور، بيهوشي ۽ کهني کنگهه لاءِ استعمال ٿئي ٿو.

چين جي طبي ماهرن تحقيق ڪري ثابت ڪيو آهي ته ڌاتوري جي ٻوٽي يا پتي مان تيار ڪيل جوهر آپريشن دوران مريض کي بيهوش ڪرڻ لاءِ ڪم آڻي سگهجي ٿو.

16هين صدي عيسويءَ ۾ چين جي منگ خاندان جي دور حڪومت ۾ هڪ مشهور طبيب لائي شيهه چين پنهنجي ڪتاب ’ڪامپينڊيم آف مٽيريا ميڊيڪا‘ ۾ ڌاتوري جي گل سان بيهوشي طاري ٿيڻ جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي.

**چريو واهڙ**: ڪنهن دور ۾ سنڌوءَ جو وهڪرو ڳوٺ صالح پور، ديهه ڪچي رَبَ، تعلقي دادوءَ ۾ مهرائن جي ڳوٺ کان اوڀر ۾ وهندو هو. اڳتي هلي درياهه پراڻي ديري کان ’پراڻ‘ ڇڏي، سڌو منياٺي بندر کان ڪاريجن ڳوٺ ڏي موٽ ڪاڏي هئي. صالح پور کان وهندڙ درياهه جي پراڻ تيز واهڙ وانگر وهي ڪنارا پائڻ لڳي ۽ واهه جي صورت اختيار ڪري وئي، جنهن تي ماڻهن ’چريو واهڙ‘ نالو رکيو. هي واهه ٺهڪڻ تڙ کان نرڪندو هو، جنهن جو وهڪرو تمام تيز هو. هن واهه جي ڪناري تي غلام مصطفيٰ خان جتوئيءَ جي لانڊي ۽ بنگلا آهن. جن کي پڪي لانڊي سڏجي ٿو. هي چريو واهڙ اڃا به موجود آهي.

**چَڙو**: چڙو لوهه، پتل، ڪنجهي وغيره مان ٺهيل هڪ قسم جو ساز آهي. سنڌ ۾ مندرن ۽ صوفي فقيرن ۽ بزرگن جي درگاهن تي چڙا ٽنگيل ڏسڻ ۾ ايندا آهن، سڀ کان وڏا بلند آواز چڙا گهنڊ سڏبا آهن، جيڪي اڄ به مندرن توڙي چرچن تي لڳل آهن ۽ عبادت جي مهل جو اطلاع ڏيڻ لاءِ استعمال ٿيندا آهن. هنن ۾ رسا يا زنجير ٻڌل ٿيندا آهن ۽ ايڏا ته وڏا ٿيندا آهن، جو اڪيلو



ماڻهو انهن کي وڄائي نه سگهندو آهي. ڪن بادشاهن جي درٻارن آڏو انصاف جا گهنڊ لڳل هوندا هئا. سنڌ ۾ هنن جا ڪوڙ قسم آهن، جن مان ڪجهه هي آهن: (1) ڪرڪي (2) چڙو (3) سانيس (4) ڊگس (5) گهنڊ، (6) مٽس (7) ڊنبس (8) چنگ، (9) گهڙيال، (10) چڙي، (11) گهنڊڙي، (12) ٽلي، (13) ڪڙڪ، (14) پورڙو (15) لاڙو وغيره. هنن مان لاري نالي ننڍو گهنڊ، گهڙيال ساز به آهي، جيڪو ڏمال ۾ وڄي. ڊگرو وري اهڙو وڏو چڙو هوندو آهي جيڪو پڳل يا ٽنل هڻڻ ڪري بي سرو يا اڻ وڻندڙ آواز ڏئي ٿو.

عام طور ٻاڪري، ريڍي، ماهيي، ڳائي، اوٺي مال وغيره جي ڳچيءَ ۾ ڪجهه خوبصورتيءَ لاءِ ته ڪجهه وري سار سنڀال ۽ ڳولا ڦولها جي خيال کان به مختلف نمونن جا چڙا ٻڌا ويندا آهن. قديم تهذيبي اهڃاڻن مان معلوم ٿئي ٿو ته چڙا آڳاٽي وقت جي ايجاد آهن. قديم آثارن جي مدد آسٽريا وارن جا نئين هجري دور جي کوٽاين مان مليل پڪي مٽي يا ٺڪرن جا چڙا هن وقت تائين جا قديم ترين آثار آهن. رومين جي گهوڙن کي ٻڌل (Bell) چڙا ڪنجهي جا آهن، جيڪي قديم روم ۾ به مروج نظر اچن ٿا. چڙو وقت ٻڌائڻ، گڏجاڻين جو اطلاع ڏيڻ ، ڪم جي وقت ٿيڻ وغيره جي آگاهي طور به ڪم اچي.

بناوٽ ۾ هي مختلف شڪلين ۽ آڪارن جا ٿيندا آهن. مثان هڪ ڳاري جو ٻنڌڻ يا ڦاسائڻ لاءِ گول ڪنڊو لڳل/ ٺهيل هوندو آهي. هن جو آوازي ڪوڪو گول ۽ ڊگهو، هيٺان ڪليل ٿئي ٿو، جنهن جي چوٽيءَ تي هڪ ٻي ڪنڍي ٺهيل هوندي آهي، جنهن ۾ لال (ڪاٺي، هڏي، لوهه وغيره جي ٺهيل) لڙڪايل هوندي آهي. جا لڏڻ سان چڙي جي پاسن ۾ لڳي آواز پيدا ڪندي آهي.

چڙي جو ذڪر شاهه لطيف ۽ شيخ اياز پنهنجي شاعريءَ ۾ به ڪيو آهي:

اديون! سڀ اندامَ، مُنهنجا چڙن چوريا.

(سُر سُهڻي، شاهه)

چڙا چُپ ڪري ويا،
چنگ نه ساڳيو چاءُ،
اسان پليو آسرو ! (اياز)

**چڙهي چيلهه پچون** (راند): هيءَ سنڌ جي مشهور ٻاراڻي راند آهي. هن راند ۾ ٻه ڌريون ٿينديون آهن. ليٽ ڪبوتر وانگر هن راند ۾ به هڪ پيچي کي لڪايو ويندو آهي.فرق صرف ايترو ئي هوندو آهي ته رانديگر کي لڪائي رهڻ بعد پهرين ڌر جو هڪ رانديگر ٻيءَ ڌر وارن کي سڏ ڪري چوندو آهي ته "پيچي ڙي پيچي" ته ٻيءَ ڌر وارو وراڻو ڏيندو آهي. "جيءُ ڙي پيچي". پهرين ڌر جو رانديگر وري چوندو ته ٻڌاءِ ته نالو ڇا؟ پوءِ ٻيءَ ڌر جا ٻار وٺي ڊوڙ پائيندا ۽ ڪرونڊڙي ٿيل ٻار جو نالو وٺندا (يا ٻيو ڪو سوال ڪندا)، جيڪڏهن نالو صحيح وٺي وڃائون ته هارايل ڌر جو رانديگر چوندو ته "چڙهي چيلهه پچون" انهيءَ پڌرائيءَ بعد کٽندڙ ڌر جو هڪ هڪ رانديگر هارائيندڙ ڌر جي هڪ هڪ رانديگر جي پُٺن تي چڙهندو جنهن کي عام طرح ڊُڊبلي (ڊڊيءَ) تي چاڙهڻ چئبو آهي. اهڙيءَ طرح هارايل رانديگر هن کي پُٺن تي کڻي پنهنجي پاسي پهچائي ايندا ۽ راند وري شروع ٿي ويندي. هن راند ڪندي ٻارن جو هڪ ٻئي کي لڪائڻ، آواز ڏيڻ، ڊوڙي اچي سڃاڻڻ ۽ ڊڊبليءَ (ڊڊيءَ) تي چاڙهڻ جو نظارو ڏسڻ وٽان هوندو آهي.

**چڙهي منگلان** (ديهه): تعلقي ڪپري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن:

عبدالنبي بروهي، حاجي محمد راڄڙ، ڪرنل رٽائرڊ الطاف احمد، حاجي خدا دوست راڄڙ، حاجي حسين بخش راڄڙ، علي محمد بروهي، علي نواز بروهي، عبدالواحد پهوڙ، اوطاق گل محمد آرائين، اوطاق ڏٽي پرتو ۽ صاحب خان خاصخيلي.

**چڙيا وَل/ جهَرڪيا/ پروڙي**: هي گاهه جو هڪ قسم آهي. هي زمين تي ول وانگر پکڙي چٽ هٽندو آهي. جتي ٻيا گاهه گهٽ اپرندا آهن، اتي هي گاهه وڌيڪ نظر ايندو آهي. هيءُ گاهه خاص ڪري نرم زمين تي سٺي واڌ ويجهه ڪندو آهي. هن کي تقريباً هر جانور شوق سان کائيندو آهي، جڏهن ته هيءُ گاهه اٺ جو پسنديده چارو آهي. سڪڻ کان پوءِ جلد ختم ٿي ويندو آهي. هن جا گل ننڍا ۽ ڏاڍن وانگر جهڳٽن ۾ ٿيندا آهن. هن جو ٻج پچڻ کان پوءِ پکي به کائيندا آهن. ٿرجي مختلف ڀاڱن جهڙوڪ سامروٽي ۾ 'پروڙي'، مهراڻي ۾ 'جهرڪيا'، جڏهن ته پارڪر، ڍٽ توڙي ڪاهڙ ۾ هن ول کي چڙيا ول سڏيو ويجي ٿو. هن جو ٻج ٻن ڦاڪن وارو ٿيندو آهي. هن جو تاثير ٿڌو آهي. حڪمت جي علاج مطابق پيشاب جي تڪليف کان هن ول کي گهوٽي پياربو آهي.

**چِسي**: چسي انساني اظهار جو هڪ مخصوص انداز آهي، جنهن ۾ هڪ شخص، ٻئي جي هٿ تي هٿ هڻي داد جو اظهار ڪندو آهي، اهو اظهار اُن وقت ٿيندو آهي، جڏهن ٻن ڳالهائيندڙن جي وچ ۾ ڪا ڳالهه سندن دل سان لڳندي آهي، يا خيالن جي ڏي وٺ ۾ هڪجهڙائي پيدا ٿيندي آهي. چسي ملائڻ اصل ۾ ذهني هڪجهڙائيءَ جو اظهار هوندو آهي.

**چشتي، امين شاهه**: حضرت امين شاهه چشتي ٻارهين صدي هجريءَ ڌاري ڄائو. مولوي عبدالڪريم چشتيءَ لکيو آهي ته هي بزرگ شڪارپور جي آباد ٿيڻ جي شروعاتي ڏينهن ۾ هتي آيو ۽ ڪافي عرصو رهيو. بخاري سيدن مان هو. وڏو عالم، ڪامل ولي ۽ صاحب ڪرامت هو. ڪيترن ماڻهن ڪانئس ظاهري ۽ باطني علم جو فيض ورتو. قرآن پاڪ جو حافظ هو. سلسلي چشتيه صابري شاخ جو وڏو پير هو. عراق، شام، عرب ۽ حجاز جو سير ڪرڻ کان پوءِ آڪارپور ۾ اچي مقيم ٿيو. مولوي عبدالڪريم چشتي صابريءَ جو وڏو ڏاڏو خليفو مولانا عبدالڪريم "ڪرم" ولد حافظ صاحبڏنو خواجه امين شاهه چشتي بخاريءَ جو خليفو هو. هن شڪارپور ۾ وفات ڪئي. سندس مزار شڪارپور ۾ مختيارڪار آفيس جي پرسان ڏکڻ طرف آهي.

**چشتيان**: چشتيان پنجاب جي ضلعي بهاول نگر جو مشهور شهر آهي، هتي صوفي بزرگ بابا تاج الدين سرور چشتيءَ جو مقبرو آهي. هيءُ شهر بابا فريد الدين شڪر گنج جي پوٽي بابا تاج الدين سرور جي نالي سان منسوب آهي. هتي هر سال ذو الحج جي مهيني ۾ بابا تاج الدين سرور جو عرس لڳندو آهي، جنهن ۾ هزارين عقيدتمند شريڪ ٿيندا آهن. هن شهر ۾ هڪ ٻئي وڏي بزرگ خواجه نورمحمد مهاروي جي مزار به موجود آهي. شهر ۾ ڪپهه ۽ اناج جون منڊيون به آهن.

**چشتي حڪيم شمس الدين**: حڪيم شمس الدين چشتي ولد فقير محمد امرتسر ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي والد ۽ مولانا محمد عالم 'آسي'، امرتسر واري کان حاصل ڪئي. 1944ع ۾ طبيه ڪاليج لاهور مان 'حڪيم حاذق' جو امتحان پاس ڪيائين. بستي شريف (هوشيار پور) جي سجاده نشين خواجه ميان محمد خان چشتي نظاميءَ جي هٿ تي بعيت ڪيائين. 1947ع ۾ هجرت ڪري پاڪ پتڻ شريف ۾ وڃي مستقل طور رهيو. جتي هن فلاحي ۽ اصلاحي ڪمن ۾ ڀرپور حصو ورتو. هيءُ بابا فريد گنج شجر جي مزار تي ايندڙ فقيرن، درويشن، عالمن، ۽ مزار جي خادمن جو علاج ڪندو هو. 'مسعوديه علويه' لائبرريءَ جي سار سنڀال سندس ذمي هئي. بابا فريد جي عرس جي موقعي تي پنهنجي گهر جي ٻاهران ٿڌي پاڻيءَ جي سبيل لڳائيندو هو. جيڪا سندس وفات کان پوءِ سندس فرزند حڪيم سديد الدين سنڀالي. هيءُ هڪ سٺو خطاط به هو. حڪيم شمس الدين چشتيءَ، 14 جون 1993ع تي وفات ڪئي.

**چشتي خواجه معين الدين**: هندستان ۾ چشتي سلسلي جي باني ۽ بزرگ ولي خواجه معين الدين چشتيءَ جي ولادت 536هه/1141هه ۾ سيستان جي ڳوٺ سنجر ۾ ٿي. خواجه صاحب هندستان جي شهر اجمير ۾ 633هه/ 1235ع ۾ وفات ڪئي. سندس مقبرو به اجمير ۾ آهي. سندس والد خواجه غياث الدين حسين وڏو واپاري ۽ اثر وارو انسان ٿي گذريو آهي.



خواجه معين الدين چشتي رح جو روضو

چشت ۾ بدامني ڏسي والد سان گڏ خراسان هليو ويو. پندرهن سالن جو هو ته والد فوت ٿي ويس. هڪ سال پوءِ سندس ماءُ پڻ فوت ٿي. کيس ورثي ۾ باغباني ملي. هڪ ڀيري سندس ملاقات هڪ مجذوب ابراهيم قلندروزيءَ سان ٿي ته خواجه جي زندگيءَ ۾ انقلاب اچي ويو. روزگار جا وسيلا وڪڻي غريبن ۾ تقسيم ڪري سمرقند ۽ بخارا هليو ويو. قرآن حفظ ڪيائين ۽ رائج ديني تعليم جا سڀ ڪتاب پڙهي پورا ڪيائين. خواجه عثمان هارونيءَ جي هٿ تي بيعت ڪري تصوف جون منزلون طئي ڪيائين.

اڍائي سالن کانپوءِ مڪي، مديني ۽ عرب دنيا جي ڪجهه ٻين شهرن جو سفر به ڪيائين. افغانستان ۽ ايران جي اڪثر شهرن مان ٿيندو تبليغ ۽

هدايت لاءِ هندستان پهتو. لاهور ۾ داتا جي دربار ۾ ٻه ڪجهه عرصو گذاري دهليءِ پهتو. اهو شهاب الدين غوريءَ جو دور هو. بعد ۾ اجمير پهتو ۽ دين جو فلسفو عام ڪيائين. لکين ماڻهن خواجه صاحب جي صحبت ۾ اسلام قبول ڪيو. ڪي ڪتاب ٻه ڏانهس منسوب آهن. مغل بادشاهه، درگاهه اجمير جو خاص خيال رکندا هئا. اڪبر بادشاهه ڪجهه موقعن تي آگري کان اجمير پيرين پيادل آيو. خواجه بختيار ڪاڪي (دهلي) سندس خاص خليفو هو. خواجه معين الدين جو عرس هر سال 6 رجب تي ٿيندو آهي.

**چشتي سلسلو:** چشتيه سلسلو صوفي بزرگن جي تعليمات جو هڪ سلسلو آهي، جيڪو تصوف جي اهم سلسلن سان گڏ: سهروردیہ، قادريہ، نقشبنديہ ۽ هڪ اهم سلسلو سمجهيو وڃي ٿو. هيءُ سلسلو خراسان جي شهر 'چشت' سان منسوب آهي، جتي ديني بزرگ روحاني اصلاح جي تربيت ڪندا هئا. هن سلسلي جو باني حضرت ابو اسحاق چشتيؒ چيو وڃي ٿو جيڪو حضرت خواجه ممشاد علي دينوريءَ جو خليفو هو جنهن جي وفات 329هه/ 940ع ۾ ننڍي کنڊ ۾ ٿي.

چشتيه سلسلي جو مکيه اڳواڻ خواجه معين الدين اجميري چشتي هو. جيڪو چشت جو رهاڪو هئڻ ڪري سندس صوفي سلسلو به چشتيه يا چشتي مشهور ٿيو. ڪتاب 'اولياء بهاولپور' جو مصنف مسعود حسن شهاب لکي ٿو ته: "هن سلسلي جي اڳواڻ خواجه معين الدين چشتيءَ جي طريقت جو سلسلو ڇهن واسطن سان حضرت خواجه ابو اسحاق چشتيءَ سان وڃي ملي ٿو." اهڙيءَ طرح ٻين سلسلن وانگر هيءُ طريقو به حضرت علي عليه السلام سان هيٺينءَ ريت ملي ٿو:

خواجه ابو اسحاق شامي چشتي خليفو خواجه ممشاد علي دينوريءَ جو جيڪو خواجه امين الدين ابو هيرة البصريءَ جو جيڪو خليفو خواجه سيد بدرالدين حذيفہ المرعشيءَ جو جيڪو خليفو حضرت خواجه ابراهيم ادهم جو جنهن فيض ورتو حضرت خواجه ابو علي ابوالفيض الفضيل بن عيارث (803ع) کان، جنهن فيض ورتو حضرت خواجه ابي الفضل عبدالواجد ابن زيد بصريءَ کان، جيڪو فيض يافته هو خواجه حسن بصريءَ جو ۽ جنهن فيض حاصل ڪيو حضرت علي عليه السلام کان، جيڪو سمورن سلسلن جو سرواڻ آهي. حديث نبويءَ موجب علم جو شهر نبي پاڪ صلعم ۽ حضرت عليؑ اُن جو دروازو آهي.

**ننڍي کنڊ ۾ چشتيه سلسلو:** خواجه معين الدين چشتيءَ کان اڳ به ڪجهه بزرگ هندستان ۾ آيا هئا. جهڙوڪ: خواجه ابو احمد بن ابي احمد، جيڪو سلطان غزنويءَ سان گڏ آيو هو پر حقيقت ۾ ننڍي کنڊ ۾ چشتيه سلسلو جاري ڪرڻ جو شرف خواجه معين الدين چشتيؒ کي ئي حاصل آهي. پاڻ پرٿوي راج (1192- 1149ع) جي دور ۾ هندستان ۾ آيو اجمير کي مسڪن بڻائي، اتان تبليغ شروع ڪيائين. انهن ڏينهن ۾ اجمير راجپوتن جو مضبوط مرڪز ۽ هندن جو مذهبي ڳڙهه هو پري پري کان عقيدتمند رسمون ادا ڪرڻ لاءِ اتي ايندا هئا. شيخ عبدالحق محدث دهلويؒ 'اخبار الاخيار' ۾ اجمير جي مذهبي اهميت بيان ڪندي لکيو آهي ته: "هن (خواجه معين الدين) هڪ اهڙي زبردست سياسي مذهبي مرڪز ۾ رهڻ جو فيصلو نه فقط خواجه صاحب جي عزم جي ترجماني ڪري ٿو پر ان غير معمولي خود اعتماديءَ جو آئينه دار پڻ آهي."

خواجه معين الدين چشتيءَ هندستان ۾ وڏو روحاني ۽ سماجي انقلاب آندو. ڇو ته ان دور ۾ هر شخص پاڻ کي اهميت ڏيندو هو. سماج ۾ ننڍ وڏائيءَ جون خرابيون موجود هيون. زندگيءَ جون سڀ آسانيون اوچيءَ ذات وارن لاءِ مخصوص هيون. غريب عوام مسئلن جو شڪار هو.

خلجي دؤر حڪومت ۾ چشتيه سلسلي وارن سياسي ۽ سماجي اهميت حاصل ڪري ورتي. سلطان محمد تغلق پنهنجي وقت ۾ چشتيه سلسلي جي بزرگن کي قتل به ڪرايو. شيخ نظام الدين اولياء جو جاءِ نشين ۽ چشتيه سلسلي جو سربراهه خواجه نصيرالدين، محمود چراغ دهلويءَ به هن بادشاهه جي عتاب هيٺ آيا.

جلد تغلق خاندان جو زوال آيو. ان کان پوءِ لوڌي خاندان جي حڪومت آئي. هن خاندان جي حاڪم سڪندر لوڌيءَ ڀڳتي تحريڪ وارن تي ڏاڍا ظلم ڪيا. چشتيه سلسلي وارا ڀڳتي تحريڪ کان متاثر هئا، ان ڪري ئي چشتي سلسلي ۾ سماع ۽ موسيقيءَ کي اهميت حاصل آهي. لوڌي خاندان جي دؤر حڪومت ۾ 'رام ۽ رحيم' جي ايڪتا موجود هئي. اسلام جي عالمن کي اها ڳالهه ڏُکي محسوس ٿي ۽ ان کي اسلام لاءِ خطرو سمجهيو. سڪندر لوڌيءَ اهڙن عالمن جي اثر ۾ اچي ڀڳتي تحريڪ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پيرسن ڀڳت ڪبير کي دربار ۾ گهرائي بيعزت ڪيو ويو ۽ هئي ٻڌي ڀڳت کي موت جي سزا ڏني وئي، پر سختين جي باوجود ڀڳتي تحريڪ وڌندي رهي. چشتيه سلسلي وارن به هن تحريڪ وانگر اسلام جي ترقيءَ لاءِ موسيقي ۽ سماع کي خدا سان ميلاپ جو وسيلو بڻايو ان کانسواءِ عملي طور اسلام جي ترقيءَ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. ان دور ۾ تصوف زندگيءَ کان فرار جو نالو نه هو. پر هڪ اعليٰ اخلاقي، تهذيبي ۽ روحاني زندگيءَ جو سرچشمو هو. هندستان جي خانقاهن ۾ روحاني، اخلاقي ۽ تهذيبي اُج اُجهائڻ لاءِ صوفي دانشور گڏ ٿيندا هئا. جيڪي روحاني ارتقا لاءِ فڪر ۽ دانش جي اهميت تي زور ڏيندا هئا. چشتي خانقاهن ۾ عقلي ۽ فڪري موضوعن تي بحث ٿيندا هئا. هندستان ۾ صوفي خانقاهون وسيع تناظر ۾ موجود هيون ۽ تصوف جا معروف سلسلا علم ۽ دانش جي حوصلي افزائي ڪندا هئا. چشتيه سلسلي جا اڪابر هن معاملي ۾ سڀ کان اڳيرا هئا. هن مڪتبه فڪر جي بزرگ نظام الدين اولياء جي خانقاهه خاص طرح قابل ذڪر آهي. هي صوفي بزرگ علم ۽ حڪمت جو ڄاڻو هو امير حسن سنجري ۽ امير خسرو جهڙا وڏا عالم هن جا پوئلڳ هئا. خواجه نظام الدين ان وقت تائين ڪنهن کي به پنهنجو مريد نه ڪندو هو جيستائين اُهو ظاهري علم حاصل نه ڪندو. ان ڪري چشتيه خانقاهه پرسان هڪ عاليشان مدرسو قائم ڪيو ويو. جتي عقلي ۽ ذهني علم ڏنو ويندو هو چشتيه سلسلي جو هڪ اهم بزرگ بختيار ڪاڪي به ظاهري علمن تي گهڻو زور ڏيندو هو هو ظاهري علمن کان سواءِ معرفت جي علم حاصل ڪرڻ کان منع ڪندا هئا. علم، عمل، ذهن ۽ روح جي حوالي سان تصوف وارا، خاص ڪري چشتيه سلسلي وارا تخليقي عهد، فڪر ۽ تهذيب جا سرچشما بنجي ويا هئا.

مغليه دور ۾ شهزادي جهان آرا بيگم (شاهجهان بادشاهه جي ڌيءُ) وڏي علم واري هئي، کيس مطالعي ۽ علمي بحث جو وڏو شوق هو هوءَ

ميان مير جي سلسلي سان لاڳاپيل هئي. هن شهزاديءَ هندستان ۾ چشتيہ سلسلي جي بزرگ خواجہ معين الدين چشتيءَ ۽ سندس ڪيترن خليفن بابت فارسي زبان ۾ 'مونس الارواح' عنوان سان هڪ ڪتاب لکيو.

چشتيہ سلسلي وارا علم ۽ ادب سان گڏ عوام جي خدمت کي اهم سمجهندا هئا. مظلومن جي مدد ۽ حاجتمندن کي ڪم ايندڙن کي رب جو دوست سمجهندا هئا. شيخ معين الدين چشتيءَ جو قول آهي تہ: "جيڪڏهن ڪو عبادت ۽ وظيفن ۾ مشغول هجي ۽ اوچتو ڪو حاجت مند اچي وڃي تہ درويش کي عبادت ڇڏي ان طرف ڌيان ڏيڻ گهرجي ۽ وس آهر سندس مدد ڪرڻ کپي." جيڪا ڳالهہ هن حديث جي تعليمات مطابق آهي:

اَفْضَلُ الاَ شغَال خِدْمَۃُ النّا (افضل ۽ بهترين ڪم ماڻهن جي خدمت ۽ مدد ڪرڻ آهي.)

اهڙيءَ ريت سڄي هندستان ۾ چشتي سلسلي وارن اسلام جي ترقيءَ لاءِ روحاني ۽ عملي طرح وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون. هن مسلڪ وارن جا دروازا هندو ۽ مسلمانن، اميرن ۽ غريبن، سڀني لاءِ هميشہ کليل رهندا هئا ۽ اهي سڀ کان وڌيڪ عوام جي اصلاح ۽ تربيت ڏانهن ڌيان ڏيندا هئا.

**چشتي سلسلي جا بزرگ:** هندستان ۾ چشتي سلسلي جي ڪجهہ اهم بزرگن جو احوال هن ريت آهي تہ:

هي سلسلو باقاعدي **حضرت خواجہ معين الدين چشتيءَ** کان شروع ٿيو. هن سلسلي سان لاڳاپيل بزرگ فريدالدين گنج شڪر، خواجہ نظام الدين اوليا، خواجہ سراج الدين، جنهن بنگال ۾ چشتيہ سلسلو شروع ڪيو؛ شيخ علاؤالحق، حضرت نور قطب عالم، مولانا حسام الدين، جنهن 'رفيع العارفين' جي نالي سان ملفوظات جمع ڪئي ۽ 120 خليفا تيار ڪيا، جن بنگال، بهار، جونپور ۽ سڄي هندستان ۾ چشتيہ خانقاهون قائم ڪيون.

حيدرآباد دکن ۾ حضرت خواجہ نظام الدين اوليا جي خليفي شيخ بهاءُالدين غريب 'ديوگير' ۾ رهي، هن سلسلي لاءِ ڪم ڪيو سندس خانقاهہ عام ۽ خاص سڀنيءَ لاءِ هئي ۽ هو خود مريدن جي اصلاح ۽ تربيت تي خاص ڌيان ڏيندو هو. شيخ برهان الدين خليفي زين الدين جي ذريعي هندستان ۾ چشتيہ سلسلي جي وڏي ترقي ٿي.

اُن زماني ۾ چشتيہ سلسلي جو هڪ بزرگ حضرت سيد گيسو دراز دکن ويو ۽ اتان جي حاڪم سلطان فيروز شاهہ ۽ اتان جي عالمن سندس آجيان ڪئي. هن گلبرگ ۾ چشتيہ سلسلي جي هڪ عظيم الشان خانقاهہ قائم ڪئي.

گجرات ۾ چشتيہ سلسلي جو مرڪز خواجہ بختيار ڪاڪيءَ جي زماني ۾ قائم ٿيو. ان جي ٻن مريدن شيخ محمود ۽ شيخ حامدالدين هن سلسلي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو بعد ۾ حضرت خواجہ نظام الدين اوليا جي خليفن شيخ سيدحسين، شيخ حسام الدين ملتانيءَ ۽ شيخ بارڪ الله، چشتيہ سلسلي جو فيض عام ڪيو اهڙيءَ ريت هن علائقي ۾ علامہ ڪمال الدين، شيخ يعقوب، شيخ ڪبيرالدين ناگوريءَ هن سلسلي لاءِ گهڻو ڪم ڪيو حضرت ڪمال الدين، حضرت چراغ دهلويءَ جو ڀاڻيجو هو هن جي اولاد بہ چشتيہ سلسلي جي ترقيءَ لاءِ خدمت ڪئي. شيخ يعقوب شيخ زين الدين دولت آباديءَ جو خليفو هو جنهن نهروال ۾ هي سلسلو جاري ڪيو ڪيس حضرت شيخ محي الدين ابن عربيءَ جي تصنيف 'فصوص الحڪم' تي وڏو عبور حاصل هو ۽ ان جو درس ڏيندو هو سيد ڪبيرالدين ناگوري (وفات 855هہ/ 1454ع) شيخ حميدالدين سواليءَ جو پوٽو هو جنهن ناگور مان لڏي احمدآباد ۾ خانقاهہ قائم ڪئي ۽ هن سلسلي جي تعليم کي عام ۽ خاص تائين پهچايو سيد ڪمال الدين قزويني، حضرت گيسو دراز سان واسطو رکندو هو گجرات ۾ هن بزرگ کانسواءِ چشتيہ سلسلي جي هڪ شاخ اهڙي بہ هئي، جنهن سنئون سڌو مشائخ چشت کان روحاني فيض حاصل ڪيو اهو بزرگ شيخ محمد زاهد هو جنهن جو نسب حضرت خواجہ مودود چشتيءَ سان ملي ٿو خواجہ محمد زاهد وڏو عابد ۽ زاهد شخص هو سندس خليفا شيخ رڪن الدين ۽ عزيز الله متوڪل مشهور ٿيا، جن هن علائقي ۾ چشتيہ سلسلي جو فيض پهچايو

**سنڌ ۾ چشتي سلسلو:** سنڌ ۾ قادري، سهروردي ۽ نقشبندي سلسلي جا بزرگ تمام گهڻا رهيا آهن، پر انهن جي ڀيٽ ۾ چشتي سلسلي جا بزرگ گهٽ ملن ٿا. البت سنڌ ۾ ٻاهران سير ۽ سفر لاءِ ڪجهہ چشتي بزرگ آيا. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌيءَ انهيءَ ڳالهہ جي تصديق ڪندي لکيو آهي تہ: "چشتي طريقي جي بزرگن سنڌ ۾ پنهنجا پير گهُمايا، پر سنڌ ۾ چشتي سلسلو رائج ٿي نہ سگهيو." ڊاڪٽر صاحب جي اها ڳالهہ پنهنجي جاءِ تي درست، پر اها حقيقت آهي تہ چشتي سلسلي جو سنڌ ۾ چڱو اثر رهيو آهي. خاص طرح هن سلسلي جو سماع وارو رواج سنڌ ۾ ڪافي رهيو آهي.

حضرت خواجہ سيف الدين چشتي اجميريءَ جي ملفوظات 'دليل العارفين' ۾ لکيو ويو آهي تہ: "حضرت خواجہ عثمان هاروني، خواجہ معين الدين چشتيؒ سان گڏ سيوهڻ جو سير ۽ سفر ڪيو هو ۽ شيخ صدرالدين سان ملاقات ڪئي هئي."

ڇهين صديءَ جي آخر ۾ سيوهڻ پرڳڻي جي ڳوٺ لڪيءَ ۾ شاهہ صدرالدين رهندو هو، جنهن جي مزار اڄ بہ لڪي شاهہ صدر ۾ موجود آهي. مخدوم معين پنهنجي مريد بختيار ڪاڪيءَ سان گڏ سيوهڻ ۽ لڪيءَ آيو هو.

بابا فريدالدين شڪر گنج، حضرت قلندر لعل شهباز جو همعصر هو. هو پاڻ ۾ چار يار مشهور هئا؛ سيد عثمان قلندر لعل شهباز، غوث بهاءُ الدين زڪريا ملتاني، سيد جلال الدين سرخ بابا ۽ فريدالدين شڪر گنج. انهن چئني دوستن گڏجي توڙي ڌار ڌار سنڌ ۽ ملتان جو سير سفر ڪيو هو. شيخ فريدالدين شڪر گنج جي ملفوظات کي 'راحت القلوب' جي نالي سان خواجہ نظام الدين اوليا دهلويءَ، سن 655هہ/ 1752ع ۾ مرتب ڪيو هو، جنهن ۾ فريد شڪر گنج جي زباني حڪايت ٻڌايل ويو آهي تہ، "هڪ ڀيري سيوهڻ طرف سفر ڪندي مون اتي جي بزرگن ولين سان ملاقات ڪئي. هڪ ڏينهن سيوهڻ جي صاحبِ ولايت بزرگ شيخ محمد سيوستانيءَ جي خدمت ۾ حاضر ٿيس ۽ ساڻس سلوڪ جي باري ۾ گفتگو ڪيم." هو وڌيڪ لکي ٿو تہ، "شيخ محمد سيوستانيءَ مان مراد شاهہ صدرالدين لڪياري آهي، جنهن وڏيءَ عمر ۾ وفات ڪئي. شاهہ صدرالدين ۽ ٻيا بزرگ سيوهڻ جي علائقي ۾ حضرت عثمان مرونديءَ جي آمد کان اڳ موجود هئا."

اها به روايت آهي ته حضرت عثمان مروندي سفر ڪندي جڏهن سيوهڻ ڪان گذريو ته سندس ملاقات شاهه صدرالدين لڪياريءَ سان ٿي هئي. اها ڳالهه تصوف جي ڪتابن مان معلوم ٿئي ٿي ته قلندر شهباز، غوث بهاءُ الدين زڪريا ملتاني، سيد جلال سرخ بخاري ۽ بابا فريد شڪر گنج سان گڏ شاهه صدر سان ملاقات ڪئي هئي. قلندر شهباز سهروردي بزرگ هو پر چشتيه سلسلي ڪي به پسند ڪندو هو. ڇو ته راڳ رنگ ۽ رقص چشتيه سلسلي ۾ رائج آهي ۽ سهروردي سلسلي ۾ گهٽ ٿيندو آهي.

شاهه صدرالدين لڪياريءَ جو واسطو چشتيه سلسلي سان چيو وڃي ٿو ڇو ته هر مهيني جي پهرئين جمعي تي سندس درگاهه ۾ سماع جون محفلون ٿين ٿيون. سنڌ ۾ لڪياري سيد هن بزرگ جو اولاد آهن.

ان ڪان سواءِ مولانا ظهيرالدين بکري، جيڪو نحو فقه ۽ لغت جو عالم هو سو سلطان غياث الدين بلبن جي دربار سان لاڳاپيل هو. طريقت ۾ پهرين رڪن الدين ملتانيءَ جو ۽ پوءِ خواجه نظام الدين اوليا جو مريد ٿيو.

سيوهڻ شريف جي هڪ بزرگ خواجه احمد جو نالو تذڪرن ۾ به ملي ٿو جيڪو پاڪ پٽڻ وڃي شيخ فريد جو مريد ٿيو ۽ اُتي ئي رهي پيو. خواجه نظام الدينؒ جي خليفن ۽ مريدن ۾ سنڌ جا به اهم چشتي بزرگ مولانا ظهيرالدين بکري ۽ احمد بکري شامل هئا، جيڪي دهليءَ ۾ رهيا، اتي ئي درس تدريس جو سلسلو شروع ڪيائون. محمد تغلق جي ٺٽي تي حملي وقت شيخ نصير الدين محمد چراغ به هتي آيو هو جنهن جو شيخ عيسيٰ بن يوسف ڪوريجو مريد ٿيو ۽ چشتي لقب اختيار ڪيائين.

سنڌ ۾ چشتيه سلسلي به ٻين سلسلن جهڙوڪ: قادري ۽ سهرورديءَ تي سماع جي صورت ۾ اثر وِڌو آهي. شيخ فريد شڪر گنج ته سنڌيءَ ۾ به ڪجهه شاعري ڪئي هئي:

فريدا، جي تون عقل لطيف، ته خالي لک نه ليک،

اپڻي گريبان ۾، سر نواءِ ڪر ڏيک.

---

اُٿ فريدا وضو ساج، صبح نماز گذار،

جو سر سائين نانوي، سو سر ڪٽ اتار.

حوالو: Dr. Ansar Zahid Khan, 'History and Culture of Sindh' (1980) p: 280 & 284)

**چشتي، مجاهد**: ڪرڪيٽ راند جو مشهور ڪمينٽيٽر چشتي مجاهد جو جنم 17 جولاءِ 1944ع ڌاري دهليءَ ۾ ٿيو. سندس وڏا پهرين الهه آباد ۾ رهندا هئا. سندس والدين پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ 14 آگسٽ 1947ع ۾ الهه آباد مان لڏي اچي ڪراچيءَ ۾ رهيا. هن ڪراچيءَ جي 'گرامر اسڪول' مان اي ليول تائين تعليم حاصل ڪئي. ان کانپوءِ نيشنل ڪاليج ڪراچيءَ مان گريجوئيشن ۽ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان قانون ۾ ايم. اي جي سند حاصل ڪيائين. 1966ع ۾ تعليم مڪمل ڪري پاڪستان آيو ۽ نوڪري ڪرڻ سان گڏ ريڊيي تي ڪرڪيٽ جي ڪمينٽيٽري ڪرڻ پڻ شروع ڪيائين. ريڊيي تي پهرين رواں تبصرو 1966ع ڌاري نياز اسٽيڊيم حيدرآباد ۾ ٿيندڙ هڪ ميچ دوران ڪيائين. ٽن سالن تائين ريڊيو سان لاڳاپيل رهيو 1969ع ڌاري پي.ٽي.وي تي نيوز بُليٽن پڙهڻ شروع ڪيائين. پي. ٽي. وي تي به رواں تبصرا ڪرڻ لڳو جنهنڪري سندس شمار پاڪستان جي وڏن تبصري نگارن ۾ ٿيڻ لڳو.

**چشتي، مولانا عبدالڪريم**: (ڏسو: ابڙو عبدالڪريم چشتي، جلد-I).

**چشتي، مولانا غلام رسول 'هاشم'**: ناميارو ديني عالم مولانا غلام رسول ولد خليفو پير محمد چشتي، 1863ع ۾ شڪارپور ۾ ڄائو. مولانا صاحبڏني چشتيءَ جو پوٽو هو عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم مولانا قاضي سيد بهادر شاهه وٽان حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيو دنياوي ڳالهين ڏانهن سندس ٻنهه لاڙو نه هو نواب مدد خان جي مشهور جامع مسجد جو امام ۽ خطيب هو شعر و شاعري جو شغف رکندو هو. سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي زبانن ۾ سندس ڪلام موجود آهي. تخلص "هاشم" استعمال ڪندو هو هن ڪيترا ڪتاب تصنيف ڪيا، جن مان: (1) 'تنبيه المرسلين'، (2) 'معراج نامو'، ۽ (3) 'ميلاد نامو' قابل ذڪر آهن.

مولانا صاحب 63 سالن جي ڄمار ۾ 1926ع ۾ وفات ڪئي.

**چشما لعل شهباز جا**: سيوهڻ شهر جي آسپاس چشما ملن ٿا، جن کي 'لعل شهباز جا چشما' سڏيو ويندو آهي. سيوهڻ ڪان ٻه ميل پري اڙل واهه جي ڪپ تي هڪڙو ننڍو باغيچو آهي، جنهن کي لال باغ چون ٿا، اتان نڪرندڙ قدرتي چشمن کي 'لعل شهباز جا چشما' چيو ويندو آهي، جن جو پاڻي پوک لاءِ ڪم آندو ويندو آهي. قلندر لعل شهباز جا مجاور ان پاڻيءَ تي پوک ڪن ٿا. چشمي مان باغ ۾ پاڻي پهچائيندڙ اَڏ کي به 'لال جي واهي' يا 'ننڍي واهي' سڏيندا آهن. ننڍين اڏن ۾ گڏ ٿيل پاڻيءَ کي 'ٽوبو' چون ٿا، جن جو پاڻي ڪَرڄهلي بيٺل هوندو آهي ۽ اهو چشمي وانگر وهندڙ نه آهي.

**چشمو**: اها جاءِ جتان زمين يا جبل مان پاڻمرادو پاڻي نڪرندو رهي. سنڌ جي ڪوهستان واري علائقي ۾ بي انداز چشما آهن. جن مان نڪري وهندڙ پاڻيءَ تي زمين به آباد ڪئي وڃي ٿي. خاص ڪري سنڌ اندر سيوهڻ ويجهو اهڙا به چشما آهن جن جو پاڻي خاص سطح تي هميشه قائم رهي ٿو. انهن



منگهي پير جو چشمو

مان پاڻي ڪڍڻ باوجود پاڻيءَ جي سطح ساڳي رهي ٿي. اهڙن چشمن کي مقامي طور ٽوبو يا ٽوبا چيو وڃي ٿو

ڪراچي ضلعي جي ديهه ڪاري لڪيءَ ۾ منگهي پير جو چشمو سيوهڻ تعلقي ۾ ڪائيءَ ويجهو چشما، لڪيءَ جي جبلن ۾ 'ڏارا تيرٿ' جي نالي سان مشهور چشما آهن.

**چشمہ بئراج:** سنڌو درياهہ تي ضلعي ديري اسماعيل خان جي هڪ هنڌ تي واپڊا پاران 1960ع ۾ هي بئراج قائم ڪيو ويو. جنهن کي 'چشمہ بئراج' چيو وڃي ٿو. هن بئراج تي چشمہ بئراج نالوان ڪري پيو. جو ان هنڌ تي هڪ قدرتي چشمو پڻ موجود هو. هي چشمي وارو هنڌ پهريان پختونخوا (سرحد)



صوبي ۾ هو پر پوءِ ان کي الڳ ڪري پنجاب صوبي ۾ شامل ڪيو ويو. هيءُ بئراج خاص ڪري ٻوڏ جي پاڻيءَ لاءِ ٺهيل آهي، جيڪو فقط سانوڻ جي مند ۾ ٻوڏ دوران وهائڻ لاءِ ٺاهيو ويو هو پر ان جي برعڪس جڏهن کان هيءُ بئراج ٺهيو آهي تہ مسلسل وهندو ٿي رهي ٿو. جنهن لاءِ سنڌ جي ماهرن ۽ سياسي ڌرين جا پنجاب حڪومت سان تضاد رهندا پئي آيا آهن. هيءُ بئراج 4200 فوٽ ڊگهو آهي، جنهن کي هن وقت پنجاب جي زرعي زمين کي سيراب ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو پيو وڃي. جنهن سان سنڌ کي مقرر حصي کان گهٽ پاڻي پهچي ٿو. هتان ڏهہ لک ڪيوسڪ پاڻيءَ جو نيڪال ٿي سگهڻ جي گنجائش آهي. هن بئراج مان چشمہ ۽ جهلم لنڪ ڪئنالن جي ذريعي هڪ نالي کي پاڻي فراهم ڪيو وڃي ٿو. 'چشمہ' جي مقام تي سنڌو درياهہ جي ساڄي طرف کان هڪ وڏو نالو ڪڍيو. جيڪو "چشمہ رائٽ بئنڪ ڪئنال" سڏجي ٿو ۽ اهو پنجاب ۾ آبپاشيءَ جي وڏن منصوبن مان هڪ آهي. رائٽ بئنڪ ڪئنال 1994ع ۾ ٺهي مڪمل ٿيو هي ڪئنال هڪ سئو ستر ميل ڊگهو آهي. هن منصوبي هيٺ ديري غازي خان ۽ ديري اسماعيل خان جي اٽڪل پندرهن لک ايڪڙ ايراضيءَ تي آبپاشي ڪئي وڃي ٿي. هن ڪئنال سان گڏ ٻيا چار مددي نالا بہ ڪڍيا پيا وڃن. هي منصوبو ٽن مرحلن تي مشتمل آهي، پهريون مرحلو ڊسمبر 1986ع ۾ پورو ٿيو. هن مان 52 ميل ڊگهو نالو، خيبر پختونخوا صوبي کي ڪڍي ڏنو ويو آهي، جنهن مان ديري اسماعيل خان ضلعي جي هڪ لک 40 هزار ايڪڙ ايراضيءَ کي پاڻي ڏنو وڃي ٿو. هن ڪئنال رستي سنڌو درياهہ مان 1200 ڪيوسڪ پاڻي ڪنيو وڃي ٿو. هن منصوبي جو ٻيو مرحلو 1990ع ۾ مڪمل ٿيو. جنهن هيٺ هڪ ٻيو 24 ميل ڊگهو نالو ڪڍيو ويو آهي، جيڪو پڪين سرن سان ٺهيل آهي. ان ذريعي 800 ڪيوسڪ پاڻي سنڌو درياهہ مان ڪٽي، ديري اسماعيل خان ۾ هزارين ايڪڙ زمين سيراب ڪئي وڃي ٿي. هن منصوبي جي خرچ جو وڏو حصو ايشيائي ترقياتي بئنڪ کان قرض وٺي پورو ڪيو ويو آهي. ٽئين مرحلي ۾ هڪ منصوبي تحت 94 ميل ڊگهي نئن ڪڍي وئي آهي، جنهن ذريعي ٻہ هزار ڪيوسڪ وڌيڪ پاڻي ڪنيو وڃي ٿو. هن بئراج تي چشمہ نيوڪليئر پاور پلانٽ (چسنوپ) بہ قائم ٿيل آهي، جيڪو پاڪستان جو ٻيو وڏو ائٽمي بجلي گهر آهي. هتي 300 ميگاواٽ بجلي پيدا ڪرڻ جي منصوبي جو لڳ ڀڳ مڪمل ٿي چڪو آهي. هن بجلي گهر آگسٽ 1999ع کان ڪم ڪرڻ شروع ڪيو آهي.

**چشموي بزرگ:** خواجہ محمد عمر جان چشموي، نقشبندي سلسلي جو مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي. هن بزرگ 1288هہ/ 1871ع ۾ چشمہ ڳوٺ ۾ جنم ورتو. سندس والد بزرگ خواجہ فيض الحق چشموي (1255-1318هہ) بہ اهل علم بزرگ ٿي گذريو آهي. پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ خواجہ محمد عمر گادي نشين ٿيو. هيءُ بزرگ سياري جا 6 مهينا شڪارپور ۾ اچي قيام ڪندو هو ۽ ماڻهن کي الله جي ذڪر جي تلقين ۽ دين جي تبليغ ڪندو هو. خواجہ محمد عمر جان چشمويءَ وٽان چاليهارو روحاني طالبن خلافت جو خرقو حاصل ڪيو. 1360هہ/ 1941ع ۾ وفات ڪيائين.

شڪارپور جا ڪيترا وڏا ماڻهو سندس عقيدتمند هئا، جن ۾ شهيد الله بخش سومرو ۽ حاجي مولا بخش سومرو شامل هئا. هن جو فرزند حضرت عبدالحئي جان چشموي (1901-1969ع) ۽ آغا عبدالله جان هدوي (1903-1979ع) بہ سندس خاص خليفا هئا، انهن بزرگن جون مزارون ڪوئيٽا پاور اسٽيشن روڊ پرسان چشمہ ڳوٺ ۾ موجود آهن. شڪارپور ۾ خانچند آباد محلي ۾ هنن بزرگن جي قائم مسجد اڄ بہ موجود آهي. هن مسجد ۾ چشموي بزرگن جي خاندان مان ئي ڪو امامت جا فرض انجام ڏيندو آهي. هي مسجد 'چشمي واري بزرگ جي مسجد' جي نالي سان سڏجي ٿي.

**چغتائي خان:** منگول، جن کي تاتاري بہ چيو وڃي ٿو انهن مرڪزي ايشيا ۽ وچ ايشيا جي اڪثر علائقن کي فتح ڪيو. خون جا درياهہ وهايا، انساني کوپڙين جا مينار اڏايا ۽ وڏي پيماني تي شهرن کي ويران ڪرايو. منگول بادشاهت جو باني چنگيز خان آهي، جنهن 1206ع کان 1227ع تائين حڪومت ڪئي. چنگيز کي چار پٽ هئا، انهن مان هڪ جو نالو چغتائي خان هو. هن کي حڪومت ڪرڻ جو موقعو مليو. چنگيز جي موت کان پوءِ سندس ٽيون پٽ اوڪتائي خان حڪمران بڻيو. چغتائي خان جو هي ڪردار نمايان آهي تہ مرڪزي ايشيا کان وچ ايشيا يعني افغانستان ۽ ايران تائين، مختلف مُهمن ۾ حصو ورتائين. والد جي پاران ۽ پڻ ان سان گڏ وڙهيو ۽ انساني قتل غارت ۾ حصيدار رهيو.

**چغتائي، عبدالرحمان:** ناميارو مصور عبدالرحمان ولد ميان ڪريم بخش چغتائي، 1899ع ۾ لاهور ۾ پيدا ٿيو. هي ميو اسڪول آف آرٽس جو شاگرد



هو. شروعات ۾ افسانا بہ لکندو هو. 1934ع ۾ انگريز سرڪار کيس خان بهادر جو خطاب ڏنو. ان دور ۾ تعميرات جي ماهرن کي 'مير تعميرات' سڏيندا هئا. هن جا وڏا شاهجهان جي دور جا 'مير تعميرات' هئا. سندس ڏاڏو بہ رنجيت سنگهہ جي دور ۾ 'مير تعميرات' رهيو. هن خاندان 'لال قلعي'، 'جامع مسجد' ۽ 'تاج محل' جي تعمير ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. عبدالرحمان چغتائيءَ مصوري کي شوقيہ طور شروع ڪيو، پر اڳتي هلي هن فن ۾ ڪمال درجي تي پهتو. سندس شاهڪارن

جا تصويري مجموعا شايع ٿي چڪا آهن. جن ۾: 'مرقع چغتائي' (يعني ديوان غالب مطبوعہ 1927ع)، 'نقش چغتائي'، 'چغتائي ڪي تصاوير'، 'چغتائي ڪي هندستاني تصاوير'، 'خيام جي شعرن جو تصويري نسخو'، 'چغتائي ڪا فن' ۽ 'ڪار چغتائي' اچي وڃن ٿا.

عبدالرحمان چغتائيءَ هڪ هزار کان وڌيڪ تصويرون ۽ هڪ هزار کان وڌيڪ پينسل سان ٺهيل نقش ۽ ايچنگ تيار ڪيون. دنيا جي عجائب گهرن ۾ سندس تصويرون رکيل آهن. لنڊن، پئرس، برلن کان سواءِ ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ سندس تصويرن جون نمائشون منعقد ٿيون آهن. سندس ڪجهه تصويرون گڏيل قومن واري عمارت 'نيويارڪ' ۾ بہ لڳل آهن. اهڙيءَ طرح هيگ واري 'قصر امن' (Peace Palace) کي بہ سندس تصويرن سان سجايو ويو آهي. چغتائيءَ کي پراڻن مصورن جون ٺاهيل تصويرون گڏ ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو جنهن ۾ ايراني، مغل ۽ راجپوت مصورن جون تصويرون اچي وڃن ٿيون. هن بهترين مصور 1975ع ۾ وفات ڪئي.

**چغتائي عصمت**: اردو ٻوليءَ جي نامور افسانہ نگار، ڪهاڻيڪار خاتون عصمت چغتائي جو جنم 21 جولاءِ 1915ع تي يارت ۾ ٿيو سندس والد افتخار امام مشهور شاعر هو سندس اباڻو وطن ڀوپال هو پر هن جا والدين لڏي اچي هندستان ۾ مقيم ٿيا. عصمت



چغتائيءَ ابتدائي تعليم ۽ تربيت آگري مان ۽ ثانوي تعليم مسلم گرلز اسڪول عليگڙهه مان حاصل ڪئي، جڏهن تہ بي. اي ۽ بي. ٽي جون ڊگريون لکنوءَ مان حاصل ڪيائين. هيءَ پهرين مسلمان عورت هئي، جنهن اعليٰ تعليم حاصل ڪئي هئي. ادب ۾ سندس رهنمائي پنهنجي ڀاءُ مرزا عظيم بيگ چغتائيءَ ڪئي، جيڪو بہ مشهور اديب ۽ مزاح نگار هو. عصمت پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات درس تدريس سان ڪئي. 1937ع ۾ اسلامي گرلز هاءِ اسڪول بريليءَ ۾ هيڊ مسٽريس مقرر ٿي. والد جي وفات کان ڪجهه عرصو پوءِ هن محل درٻار هاءِ اسڪول جوڌپور ۾ نوڪري ڪئي. ان کان پوءِ بمبئيءَ ۾ انسپيڪٽرس آف اسڪولس ٿي ۽ سپرنٽينڊنٽ اسڪولس جي حيثيت ۾ رٽائر ڪيائين. اوائل کان ئي کيس ادب سان گهرو لڳاءُ هو. جنهنڪري ادب جو وسيع مطالعو ڪيائين ۽ اديبن سان سندس ويجهڙائي رهي. ادبي مطالعي ذريعي غير ملڪي اديبن جهڙوڪ: دوستو وسڪي، چيخوف، سمرسيٽ ماهم ۽ برنارڊشا کان متاثر رهي. ٻاويهن سالن جي عمر ۾ پهرين ڪهاڻي 'فسادي' لکيائين، جيڪا 1939ع ۾ مشهور رسالي 'ساقي' ۾ شايع ٿي. ڪجهه عرصي کان پوءِ هو ڪهاڻيڪار جي حيثيت ۾ مشهور ٿي وئي ۽ سندس ڪهاڻين سڄي هندستان ۾ وڏي مڃتا ماڻي. هن جون ڪهاڻيون، ناول، ڊراما، خاڪا ۽ مضمون وڏي تعداد ۾ لکيا. سندس ڪهاڻين ۾: (1) 'چوٽين'، (2) 'ڪليان'، (3) 'ايڪ بات'، (4) 'چوٽي موٽي دو هات'، (5) 'دوزخ'، (6) 'شيطان'، (7) 'دهاني بانڪين' ۽ (8) 'هر لوگ' وڏي شهرت ماڻي. هن جي ناولن ۾: (1) 'ٽيڙهي ڪير'، (2) 'ضدي'، (3) 'معصوم'، (4) 'سودائي'، (5) 'جنگلي ڪبوتر'، (6) 'تين ناولٽ'، (7) 'دل ڪي دنيا'، (8) 'عجيب آدمي' ۽ (9) 'باندي' شامل آهن. هن جي ائين ڪهاڻين تي فلمون ٺهيون، جن مان ڪجهه هن پاڻ ٺاهيون. سندس پهرين فلم 'ڇيڙ ڇاڙ' 1943ع ۾ رليز ٿي. 1946ع ۾ هن جي ناول تي ٻڌل فلم 'ضدي' ٺاهي وئي، ان کان پوءِ سندس ڪهاڻين تي 'دروازا'، 'سوسائٽي' ۽ 'سوني ڪي چڙيا' فلمون ٺاهيون ويون. انهن سيني فلمن جو هدايتڪار شاهد لطيف هو هن ٻارن لاءِ 'جواب آئي گا' نالي فلم ٺاهي، جيڪا تمام گهڻي مقبول ٿي. ان کان سواءِ هن علي سردار جعفريءَ جي زندگيءَ تي هڪ ڪلاڪ جي دستاويزي فلم بہ ٺاهي، جنهن ۾ علي سردار جعفريءَ جا نظم پنهنجي آواز ۾ رڪارڊ ڪرايائين. ان کان سواءِ پنهنجي ڪهاڻيءَ تي ٻڌل 'گرم هوا' فلم خود ٺاهيائين. سندس آخري فلم 'جنون' 1979ع ۾ رليز ٿي. هن کي ادبي ۽ فلمي خدمتن جي اعتراف ۾ ڪيترائي اوارڊ مليا، جهڙوڪ: (1) 'مخدوم اوارڊ'، (2) 'ساهتيہ اڪادمي اوارڊ'، (3) 'اقبال سمان اوارڊ' ۽ (4) 'نهرو اوارڊ' وغيره. هن جي ڪهاڻي 'لحاف' ادبي دنيا ۾ ڏاڍي مشهور ٿي. سندس 1942ع ۾ مشهور افسانا نگار، مصنف ۽ هدايتڪار شاهد لطيف سان شادي ٿي، جنهن مان کيس ٻن نياڻين جو اولاد ٿيو عصمت چغتائيءَ پنهنجي آتم ڪٿا 'ڀيهن' عنوان سان لکي ڇپائي. هن نامور خاتون 24 آڪٽوبر 1991ع تي وفات ڪئي.

**چغدو، حاجي شير محمد 'شيرل'**: ناميارو شاعر ۽ نثر نويس حاجي شير محمد 'شيرل' ولد محمد صالح چغدي، 9 نومبر 1880ع ڌاري شڪارپور ۾ جنم ورتو سندس وڏا اصل ديري غازي خان جا رهواسي هئا، جتان لڏي اچي پهريائين خيرپور ميرس ۾ رهيا ۽ بعد ۾ شڪارپور ۾ آباد ٿيا. سندس والد قابل استاد هو جنهن 1906ع ۾ رٽائر ڪيو هن ابتدائي تعليم ورنيڪيولر اسڪول نمبر 2 شڪارپور مان حاصل ڪري، فائنل جو امتحان ورنيڪيولر اسڪول نمبر 01 مان پاس ڪيو ان کان پوءِ ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد ۾ ٽريننگ ورتائين. ٽريننگ وٺي واپس شڪارپور آيو جتي مختلف اسڪولن ۾ پڙهايائين. جون 1929ع کان مسلم اسڪولن جو انسپيڪٽر رهيو ۽ ان ئي عهدي تان 24 سيپٽمبر 1932ع تي رٽائر ڪيائين.

کيس شاعريءَ ڏانهن لاڙو ٽريننگ ڪاليج ۾ تربيت حاصل ڪرڻ دوران ٿيو ۽ پنهنجي استاد قاضي اميد عليءَ جي رهنمائيءَ ۾ شعر لکندو هو اڳتي هلي هن مولانا عبدالغفور همايونيءَ جي صحبت ۾ پوئلڳي اختيار ڪئي. هن شاعريءَ کان سواءِ نثر بہ لکيو سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿيل آهن: (1) 'دل خندان'، (2) 'عمرمارئي'، (3) 'پهريون بشر' ۽ (4) 'سيدالانبياءِ'، جڏهن تہ سندس اڻڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'صداقت القرآن'، (2) 'صداقت الرسول'، (3) 'سياست فاروقي'، (4) 'غزوه بدر' ۽ (5) 'اخلاقي مضمون' ۽ سندس ڪلام جا ٻہ دفتر 'ڪليات شيرل' ۽ 'ديوان شيرل' شامل آهن.

هن 14 آڪٽوبر 1963ع تي وفات ڪئي.

**چغدي بيگ**: سلجوقي بادشاهن جو اهم فرد ٿي گذريو آهي، پير حسام الدين راشدي 'سلجوق نامہ' ڪتاب جي مقدمي ۾ نروار ڪيو آهي تہ سلجوقين پنج راڄڌانيون قائم ڪيون: (1) سلاجقہ بزرگ (عراق ۽ ايران)، (2) سلاجقہ عراق ۽ اوير ايران، (3) سلاجقہ ڪرمان، (4) سلاجقہ شام، (5) سلاجقہ روم. تاريخ ايران جي ليکڪ موجب سلجوق کي چار پٽ ٿيا، انهن ۾ هڪ جو نالو ميڪائل هو هن جي ٻن پٽن جو نالو مشهور آهي طغرل بيگ ۽ چغدي بيگ دائود.

راشدي صاحب جي مٿي ڏنل بيان موجب سلاجقه بزرگ شاخ جو پهريون حڪمران طغرل بيگ ٿيو طغرل بيگ 1037ع کان 1063ع تائين حڪمراني ڪئي. چغدي بيگ مختلف مرحلن تي سلجوقي حاڪميت کي مضبوط ڪرڻ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪيو ليڪن هن کي سڌو حڪمران ٿيڻ جو ڪڏهن به موقعو نه مليو طغرل بيگ جي وفات کانپوءِ الپ ارسلان بادشاهه بڻيو.

**چقمق:** چقمق اهڙو ڌاتو آهي، جيڪو لوهه جي ننڍن ننڍن ٽڪرن کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ جي قوت رکندو آهي. اڄڪلهه جون ڪيتريون ايجادون چقمق جي ڪري وجود ۾ آيون آهن. جيڪڏهن چقمق جو وجود نه هجي ها ته ريڊيو ٽيليفون، سئنيما، بجلي جي پکن ۽ موٽرن جي ايجاد ممڪن نه ٿي سگهي ها. بجلي پيدا ڪرڻ ۾ به چقمق اهم ڌاتو طور ڪتب اچي ٿو.



آڳاٽي وقت ۾ جڏهن بادباني ٻيڙيون سمنڊ ۾ هلنديون هيون، تڏهن ملاح چقمق پاڻ وٽ رکندا هئا ۽ ان جون ڏگهيون شيخون ٺاهي ڌاڳي ۾ لٽڪائي طرف يا قبلو معلوم ڪندا هئا. انڪري هن ڌاتوءَ کي 'مددگار پٿر' به چيو ويندو هو چقمق پٿر کي ڌاڳي سان ٻڌي لٽڪائبو هو ته ان جو رخ اتر طرف ۽ ٻيو ڏکڻ طرف ڪبو هو

چقمق حقيقت ۾ لوهه جي جزن جي مرڪبن جو ٺهيل هوندو آهي ۽ ان جي ڪاٺين وٽ لوهه جون ڪاٺيون ملنديون آهن. هن پٿر جي ڪري لوهه ۾ چقمق جون خاصيتون پيدا ٿي وينديون آهن. لوهه جو چقمق گهوڙو ڪري نعل (Horse Shoe) جي شڪل ۾ ٺاهيو ويندو آهي. هيءَ ڪهڙيءَ به حالت ۾ رکڻ جي باوجود ڌاڳي ۾ ٻڌي آزاد ڇڏڻ سان پنهنجو هڪ طرف اتر ۽ ٻيو ڏکڻ طرف ڪندو آهي. ڏکڻ طرف واري رخ کي سائوٿ پول (South Pole) ۽ اتر واري رخ کي نارٿ پول (North Pole) چئبو آهي. جيڪڏهن چقمق جا ٻه حصا ڪيا وڃن ته هن جو هر هڪ حصو مڪمل ٺهي ويندو آهي. نارٿ پول واري حصي جو ٻيو ڪنارو پنهنجو پاڻ ئي سائوٿ پول ٺهي ويندو آهي ۽ سائوٿ پول واري حصي جو ٻيو ڪنارو نارٿ پول ٺهي ويندو آهي.

هر چقمق جو اثر ان جي چوڌاري ڪجهه فاصلي تائين ٿيندو آهي. جنهن کي 'چقمقي ميدان' (Magnetic Field) چوندا آهن. انهيءَ ايراضيءَ ۾ چقمقي طاقت جون لڪيرون (Lines of Force) ٿينديون آهن، جن کي 'ڪشش' چئبو آهي.

هڪجهڙن پولن جو لڪيرون هڪٻئي کان پري هجڻ جي صورت ۾ مڙي وينديون آهن ۽ اهڙيءَ طرح چقمق کي گهٽي فاصلي تائين ڌڪي ڇڏينديون آهن. مخالف پول جون لڪيرون چقمق کي ويجهو آڻڻ جي ڪوشش ڪنديون آهن ۽ اهڙي ڪشش ۾ هڪٻئي ۾ جذب ٿي وينديون آهن. بجليءَ جي ڪرنٽ سان به 'چقمقي ميدان' پيدا ٿيندو آهي. جنهن تار ۾ ڪرنٽ هلي رهيو هجي، ان جي ويجهو سئي ڪٽي اچڻ سان سئيءَ کي ڪشش ٿيندي آهي.

**برقي چمق (Electro Magnet)** : بجليءَ جي ڪرنٽ جي مدد سان لوهه کي چقمق بنائي سگهبو آهي ۽ اهڙا چقمق ايڏا ته طاقتور ٿيندا آهن، جو وڏن وڏن ڪارخانن ۾ ڪيترن ٽنن جون وزني مشينيون انهن جي مدد سان کڻي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ تائين پهچائينديون آهن. اهڙا چقمق ڪرين (Crane) سان گڏ لڳائي ڇڏيا آهن. جڏهن ڪرنٽ بند ڪبو آهي ته اهو ڪنيل شيءِ کي ڇڏي ڏيندو آهي ۽ چقمق هڪ عام لوهه ٿي پوندو آهي. برقي چقمق لاءِ نرم لوهه پسند ڪيو ويندو آهي. برقي چقمق گهوڙي به شڪل ۾ هجي، ان جي هڪ حصي ۾ تار ويڙهي ڪرنٽ گذاربو ته اهو چقمق ٺهي پوندو آهي ۽ ان جو هڪ پاسو نارٿ پول جو ۽ ٻيو سائوٿ پول جو ڪم ڪندو آهي.

**چقندر:** چقندر جو شمار ميوي توڙي ڀاڄي طور ڪيو وڃي ٿو جيڪو اڪثر ڪاڌي سان گڏ سلاد طور استعمال ڪيو ويندو آهي. چقندر نسلي طور 'گوگڙو' جي جنس ۾ شمار ٿئي ٿو چقندر ڦڪي يا گلابي رنگ سان ٿلهي ڪل جو ٿيندو آهي. چقندر جو اصل وطن هندستان، ٿائيلينڊ، ملائيشيا ۽ چين آهي. جتان هيءَ پوريءَ دنيا ۾ ڦهليو ۽ هاٽي ويسٽ انڊين برازيل، ڏکڻ آفريڪا، آسٽريليا، نيوزيلينڊ، آمريڪا ۽ ڏکڻ ايشيا ۾ پوکيو وڃي ٿو هن ۾ ڪنڊ، ڪئلشيم ۽ فاسفورس جو وڏيڪ مقدار هوندو آهي. چقندر بک لڳائيندڙ ميوو آهي. بک لڳائڻ سان گڏ هي معدي جي قوت کي وڌائي ٿو ۽ هاضمي واري نظام کي پڻ قوت بخشي ٿو چقندر قبض ختم ڪرڻ، آنڊي کي صحتمند رکڻ، پيچش، اسهال، آنڊن جي سوزش ۽ هاضمي واري نظام جي بيمارين ۾ علاج طور ڪتب آندو وڃي ٿو حڪيمن موجب چقندر جي استعمال سان مٺن پيشابن جو مرض گهٽ ٿي سگهي ٿو ماهرن شگر جي مريضن لاءِ چقندر کي سٺي غذا قرار ڏنو آهي. چقندر ۾ وٽامن سي ۽ پوٽاشيم وڌيڪ هوندو آهي. ان لاءِ هيءَ پيشاب جاري ڪندو آهي.



**چَڪُ** [1]: ڪاٺيءَ مان گول ٺهيل هڪ مخصوص چڪرو، جنهن تي ڪنيار مٽيءَ مان مختلف صورتن جا ٿانو ٺاهيندو آهي. چڪ تي ڪنيار مٽيءَ جو پنوڙو رکي ٿانو ٺاهيندو آهي. چڪ جا ٻه پڙ ٿيندا آهن. مٿيون پڙ ٿوري يا وڏي چڪري جهڙو ٿيندو آهي. جنهن جي مٿئين پاسي وچ ۾ مَٽ جي گرڻ جهڙي مٽيءَ جي شيءِ جُهٽيل رهندي آهي. جنهن کي 'ڏيٺو' چوندا آهن. چڪ جو هيٺيون پڙ مٿئين پڙ کان گهٽو ننڍو ٿئي ٿو ۽ اهو بلڪل جنڊ جي هيٺئين پُڙ جهڙو ٿيندو آهي. چڪ جي وچ ۾ ڪاٺ جي ڪلي ڪتل ٿئي ٿي، تنهن کي 'چُوڙ' چوندا آهن. مٿئين پڙ جي هيٺين پاسي، پُوري وچ ۾ هڪ ننڍڙي کڏ ٿئي ٿي، جنهن کي 'پاٽي' چوندا آهن. اهو پڙ هيٺئين پڙ تي اهڙيءَ طرح رکندا آهن، جو چُوڙ وڃي پاٽيءَ ۾ پوندي آهي. چڪ جي مٿئين پڙ ۾، پاسي تي سوراخ ٿئي ٿو جنهن مان ڪنير ٺانءَ جوڙيندو آهي. چڪ ٻن ٽن قسمن

جا ٿيندا آهن. جن ۾ فرق تمام ٿورو هوندو آهي. ڪڇي ۾ دڪني جيڪو چڪ ڪم آڻيندا آهن، اُن جو مٽيون پڙ گاڏيءَ جي ڦيٿي جهڙو ٿيندو آهي. ان جي هيٺين پاسي به پاتڻي ٺئي ٿي، جا ’چوڙ‘ تي ڦري ٿي. اهي ماڻهو مٽيءَ يا ٺڪر جي ڏيٺيءَ بدران اڳڙين جي جڙيل سينهوڙي ڪم آڻيندا آهن. يا چڪ جي مٿان ڪٽيل چيڪي مٽي وجهي، ان تي مٽيءَ جو پنوڙو رکندا آهن.

**چَڪُ** 2: زمين جي مخصوص ايراضيءَ (ديهه کان ننڍي حصي) کي پنجاب ۾ ’چڪ‘ چيو ويندو آهي. خاص ڪري آبادي لائق اهڙي زمين، جيڪا درياهه جي ڪپ تي هجي ۽ پيمائش جوڳي هجي ته ان کي پنجاب ۾ چڪ چوندا آهن. سنڌ ۾ ارڙهين صدي عيسويءَ جي پوئين اڌ ۾ انگريزن سنڌ جي آزاديءَ لاءِ هلندڙ ’حر تحريڪ‘ کي دٻائڻ لاءِ پنجابي فوجين توڙي غير فوجين کي سنڌ ۾ آڻي غيرآباد زمينن تي مالڪاڻا حق ڏئي آباد ڪيو جيئن ته پنجاب ۾ ’چڪ‘ جو اصطلاح عام رائج هو. ان ڪري سنڌ ۾ پنجاب کان آيل انهن ماڻهن نوان نوان ’چڪ‘ وجود ۾ آندا، خاص ڪري ضلعي ٿرپارڪر، بدين، گولاڙچي، سکر، شڪارپور، سانگهڙ ۽ نوابشاهه وغيره ۾ ’چڪ‘ نالي سان ڪيترا ڳوٺ يا زمين جا انتظامي ايڪا آباد ڪيا ويا، جن جو سلسلو پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ به جاري آهي، جنهن جي نسبت سان هن وقت به سنڌ اندر غير سنڌين کي زمين جا ڪيترائي چڪ ڏنا ويا آهن.



**چُڪَ**: چيلهه جي سور جي هڪ بيماري، جيڪا بار کڻڻ، اولي سمهڻ، گهڻو کائڻ، بدهضميءَ يا چيلهه ۾ ڪنهن نس ڦرڻ سبب ٿيندي آهي. گهڻو ڪري تڪليف واري ڪم ڪرڻ سبب، مثال: گهڻو بار کڻڻ، واهه ٽپڻ، وڻ تان ڪرڻ، ڊوڙ پائڻ، ملهه ۾ ڏڪ کائڻ يا سٽ ڏيئي بار کڻڻ سبب چيلهه ۾ سور جي تڪليف ٿيندي آهي. جنهن کي سنڌيءَ ۾ ’چُڪ پوڻ‘ چئبو آهي. چڪ جو ديسي علاج ’چڪ پچائڻ‘ هوندو آهي. ٻهراڙين جا ماڻهو ڪنهن خاص ماڻهوءَ کي، جنهن وٽ سندن خيال موجب چُڪ پچڻ جو هُدو (اذن) هوندو آهي. ان ماڻهوءَ کان صبح جو سج ابرڻ کان اڳ ۽ شام جو سج لهڻ کان پوءِ وڃي چُڪ پچڻ جو سوڻ ڪرائيندا آهن. اهو ڄاڻو ماڻهو چڪ پيل ماڻهوءَ کي سنئين سڌي زمين تي تڏي يا تؤنري تي اونڌو سمهاري، چيلهه تي مهارت سان ساڄي پير جي ڪڙيءَ جو زور ڏيندو آهي. روايتي طور چڪ پچندڙ بانس يا ٻي ڪائيءَ جي لٺ جي ٽيڪ تي بيهندو آهي ۽ پوءِ ساڄي پير جي پٺ ۽ آڱوٺي سان چُڪ پيل جي چيلهه جي پوري وچ تي زور ڏيندو ۽ پوءِ پير سان چيلهه کي اورتي پرتي ٽي دفعا ڪندو آهي. ان بعد پير سان سٽل مريض کي جهٽڪو ڏيئي سنئون ڪندو آهي، وري وڃي هيٺ پاسي کان بيهندو ۽ ساڄيءَ طرح جهٽڪو ڏئي مريض کي اٿلائي سنئون ڪندو آهي. ان ريت ٽي دفعا چيلهه تي زور ڏيئي اٿلائيندو. پڇاڙيءَ ۾ ساڄي پير جي ڪڙيءَ سان چيلهه جي چونڪ تي زور سان دٻاءُ وجهندو ۽ ان بعد مريض کي کڙو ٿي بيهڻ لاءِ چوندو آهي. اهڙيءَ طرح ٽن سوٽن سان چُڪ جو سور چڙي ويندو آهي. ٻئي طريقي موجب مريض جي پير جي آڱوٺي ۾ ڏاڳو ٻَڌي به ڪو سوڻ ڪيو ويندو آهي. چُڪ جو معمولي سُور ته شايد ان ريت لهي ويندو هجي، پر وڏيڪ سُور ’عرق النساءِ‘ ۾ تبديل ٿي ويندو آهي. اهڙو سور ممڪن آهي ته هڏيءَ جي سري پنهنجي جاءِ تان هٽڻ ڪري به ٿيندو هجي يا پٺ جي ڪنڊي جي هڏين وچ ۾ وٿي پوڻ کان پيو هجي. اهڙي صورت ۾ فائدي بدران نقصان جو انديشو هوندو آهي. ان ڪري اهڙن ٽوٽڪن کان بچڻ گهرجي ۽ ڊاڪٽر کان علاج ڪرائجي.

ڪي ديسي روايتون به آهن ته پيرڙيو ڄاول ماڻهو (جنهن جا ماءُ جي پيٽان پهرين پير اچن) اهڙو اذن رکندو آهي.

**چڪَ/ چِڪڻ**: هڪ قسم جي گپ، جيڪا چيڪي مٽيءَ واري زمين ۾ ٿيندي آهي. جيڪڏهن گهٽي ۽ اونهي چڪ هوندي ته ان ۾ ڏهڻ ٿي پوندي آهي. جنهن کي ’چور گپ‘ به چوندا آهن. چڪڻ يا چِڪَ تي پير ڪپي نه سگهندو آهي ۽ ترڪڻ سبب ماڻهو ترڪي پوندو آهي. ’چڪ‘ لفظ شاهه لطيف به شاعريءَ ۾ ڪتو آهي.

**چڪ آباد** (ديهه): ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي وارهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خان لاشاري، مائي شاهل، لشڪر خان لاشاري، ڪڙيو سهڙ خان، ڏٽي بخش اوڍائو، خير محمد اوڍائو ۽ خاطر خان.

**چڪار** (بيماري): جانورن جي هڪ قسم جي بيماري، جيڪا عام طرح گهوڙن جي جسم تي ڏِڍ وانگر ٿيندي آهي.

**چڪارو/ چِڪاري** (ساز): چڪارو يا چڪاري لوڪ ساز جو هڪ قسم آهي، جيڪو پنجاب ۾ بيت ۽ صدا سان گڏ وڄايو ويندو آهي. هيءُ ساز ڪلاسيڪي ستار جي سادي صورت آهي. هن ۾ مٿم جو سُر نمايان هئڻ ڪري، ان کي مٿم ستار به سڏيو وڃي ٿو. ڪن ماهرن جو خيال آهي ته هي سازُ ستار جي ابتدائي صورت آهي. چڪارو ساز، ستار کان قد ۾ ننڍو ٿيندو آهي ۽ ان ۾ چار تارون ٿينديون آهن. جن مان پهرين تار فولاد جي ۽ ٻي تار پتل جي هوندي آهي، جن کي ’جوڙي‘ سڏبو آهي. ٽين تار فولاد جي



هوندي آهي، جنهن کي ’پنجم‘ سڏبو آهي، چوٿين تار ٽُلهي پتل جي هوندي آهي، جنهن کي ’گرام‘ سڏبو آهي. چِڪاري جو تنبو، ڪدوءَ جي بدران چوڪور ڪاٺ جو ٿيندو آهي. هن جي ’باج‘ جي تار، شد مٿم تي، ’جوڙي‘ جي تار کرج تي، پنجم جي تار سر پنجم تي ۽ گرام جي تار آس تي يا گرام پنجم تي ٻڌل هونديون آهن. هن جي ڏنڊي تي سِرن وٽ لوهه، پتل يا ڏاڳي جا

پردا يا سندريون ٺهيل هونديون آهن. سُندرين کي اڳتي پوئتي ڪري ٺاٺ يا سرگم ورتو ويندو آهي. وڄائڻ وارو آڱر ۾ مضراب وجهي يا ننهن سان تارن کي ڇيڙيندو آهي ۽ ٻئي هٿ جي آڱر سان تارن تي هٿ رکي، مختلف سُر ڪڍي راڳ ڳائيندو آهي. هيءُ ساز پنجاب ۽ ڪشمير ۾ عام آهي.

**چَڪ بشارت** (ديهہ): تعلقي وارهہ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ سعيد خان چانڊيي نالي شامل آهي.

**چَڪ جاگير** (ديهہ): تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد پناهہ رند، علي اڪبر رند، حاجي اشرف رند، وگو ڪولهي، آڌو ڪولهي، جان محمد رند ۽ حاجي خان محمد رند.

**چڪ جانو** (ديهہ): تعلقي شڪارپور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ 'حاجاڻا' ۽ 'صالح ماڇي' ڳوٺ شامل آهن.

**چڪ چانڊيو** (ديهہ): تعلقي شڪارپور جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏايا، الهوراڻو، صديق سهتو، بهادر سهتو، پهلوان سهتو، بهرام جتوئي، خانڻ دايو، حسام الدين، آدم دايو، خير محمد، ابراهيم، عبدالحڪيم، ڪرم علي چانڊيو، مير خان ڪاڪيپوٽو ۽ ابراهيم سهتو.

**چڪچُڪو** (پکي: Paddy Field/ Wanbler): هي خالص ايشيائي پکي آهي، جيڪو سياري جي مند ۾ وچ ايشيا کان هندستان ۽ پاڪستان ڍنڍن تي اچي ٿو. هن جو لاطيني نالو Acrocephalus Agnicola آهي. هي پکي مغرب جي ڍنڍن تي گهٽ ڏسبو آهي. هي پکي وڏي گاهہ، ڪانهن، سرن ۽ سارين جي پوکن ۾ رهي ٿو اتي ئي پنهنجو آکيرو ٺاهي رهندو آهي. هي پکي مند ۾ 4، 5 آنا لاهيندو آهي. هي 13 سينٽي ميٽرن جي ڊيگهہ جو پکي جهرڪيءَ کان ننڍو هوندو آهي. هن جي پرن جي پکيڙ 15- 17 سينٽي ميٽرن تائين ٿئي. هي پکي جهرڪيءَ وانگر ٿيندو آهي، پر هن جو پڇ جهرڪيءَ کان ننڍو ٿيندو آهي. چڪچُڪي نر کي پڇ جي هيٺان پيلو هڙو ٿيندو آهي، جڏهن تہ مٿين کنين جو رنگ، خاڪي ٿيندو اٿس. ان جي مٿان اڇا اڇا چُنا ٿيندا اٿس. پڇ ننڍو ۽ نوڪيلو ٿيندو اٿس. هن جو آواز تکو سيٽيءَ وانگر ٿيندو آهي. ٻين نسل وارن پکين جي مقابلي ۾ آواز ڪمزور اٿس.



**چَڪَر**: نار يا هُرلي کي ڦيرائڻ واري گول پڃري کي 'چڪر' چئبو آهي. هيءَ ڦيٿي جي شڪل جو گول چڪرو ٿيندو آهي. هونئن عام طور ڦيري يا گهمري کي بہ 'چڪر' چيو ويندو آهي.

**چڪر** (راند): چڪر راند ٿر ۾ نوجوان توڙي مرد اڪثر دهل جي تال تي تلوار سان ڪندا آهن. هن راند ۾ رانديگر دهل جي واڄي تي تلوار کي مٿان ۽ پاسي کان گذاريندو تکڙو تکڙو گهمائيندو آهي ۽ گڏوگڏ بدن کي موڙيندو، پير هلائيندو، پندرهن، ويهہ فوٽ سڌو اڳتي وڃي ۽ ورِي ڦيرا ڪائيندو پوئين پير ساڳئي هنڌ موٽي ايندو آهي. هن راند ۾ رانديگر تلوار کي خوب مهارت سان



ڦيرائيندو آهي، جنهنڪري ڏسندڙ حيرت ۾ پئجي ويندا آهن. اهڙيءَ ريت واري واري سان سمورا رانديگر هن فن جو مظاهرو ڏيکاريندا آهن. ڪن هنڌن تي تلوار جي جاءِ تي اڪ جي ڪاٺي تلوار وانگر گهڙائي بہ هيءَ راند رچائي ويندي آهي. ٿر ۾ گهڻو ڪري هيءَ راند راجپوت ڪندا آهن.

**چڪرو** (ديهہ): تعلقي ڏوڪريءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چڪرو، دوست محمد ڪلهوڙو ۽ آدم خان ڪلهوڙو.

**چڪري**: چڪري لاٽونءَ جهڙي هڪ شيءِ ٿيندي آهي، جنهن کي لاٽونءَ وانگر ڏور ويڙهي ڦيرائبو آهي. چڪريءَ کي لاٽونءَ وانگر مٿان گول مٿو نہ ٿيندو آهي، باقي هيٺيون حصو ساڳيو لاٽونءَ وانگر ٿيندو آهي. جنهن تي ڏور ويڙهڻ جا کپ نڪتل هوندا آهن. هن کي 'چڪر' بہ سڏين ٿا. هن جي هيٺيان وچ تي ٻُنڊي ٿئي ٿي، جنهن ۾ سنهو ڪوڪو لڳل هوندو آهي، انهيءَ ٻُنڊيءَ جي چوڌاري ڏور ويڙهي، چڪريءَ کي لاٽونءَ وانگر ڦيرائبو آهي. چڪري ڪاٺ جي ٿيندي آهي، جنهن جي مٿان لوهہ جا پَٽَ يا پالش جون ڊبليون بہ چاڙهيون وينديون آهن تہ جيئن گهڻي وقت تائين ڦري سگهي.

**چڪ فريدآباد** (ديهہ): تعلقي وارهہ جي هڪ ديهہ جو نالو آهي، جنهن ۾ 'ڪنڊي ڏيري جو ڳوٺ' موجود آهي.

**چڪلالہ**: چڪلالہ، راولپنڊيءَ جو اهم علائقو، جتي پاڪستان جو وڏو فوجي هوائي اڏو بہ آهي. راولپنڊيءَ کان پنجن ميلن جي فاصلي تي سمنڊ جي سطح کان 1656 فوٽن جي بلنديءَ تي واقع هن هوائي اڏي تان چين، مشرق وسطيٰ، ايران ۽ ترڪي ڏانهن روزانو اڏامون وينديون ۽ اينديون آهن. پاڪستان ايئرفورس جو هيڊڪوارٽر بہ هنيئر هتي منتقل ٿيو آهي. ان کان اڳ پاڪستان ٽيليويزن ڪارپوريشن جو پهريون مرڪز بہ چڪلالہ ۾ قائم ڪيو ويو هو بعد ۾ اسلام آباد منتقل ٿيو جڏهن تہ اسلام آباد ايئرپورٽ، جنهن کي هاڻي بينظير انٽرنيشنل ايئرپورٽ سڏيو وڃي ٿو، اهو بہ چڪلالہ جي حدن ۾ واقع آهي.

**چڪلي مول** (ماڳ): چڪلي مول ماڳ، ديهه مول، تعلقي ٿاڻي بولا خان، ضلعي جامشوري ۾ اتر ويڪرائي ڦاڪ "55 '24 '25 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ "87 '27 '67 ڊگرين تي موجود آهي. هي هڪ ٻئي کان الڳ ڪتل پٿرن جي دائري وارو ماڳ آهي، جنهن ۾ هن وقت 9 پٿر موجود آهن ۽ پنج ماڳ تي موجود نه آهن، جيڪي اکڙي يا ڪجهي ويا آهن. اهڙيءَ ريت دائري ۾ ڪل چوڏهن پٿر لڳل هئا، جن جو قطر 13 ميٽر آهي ۽ اُهي 43 ميٽرن جي ايراضي والارين ٿا. هڪ پٿر جو ٻئي پٿر کان وچ وارو فاصلو 2.25 کان 2.40 ميٽر آهي. اوسي پاسي ڪابه ثقافتي وٿ ڪانه ٿي ملي. اڃا تائين اها خبر نه پئجي سگهي آهي ته هن قسم جا دائرا ڇو ناهيا ويا آهن. ٿي سگهي ٿو ته اهي ڪي مذهبي يا ثقافتي اهڃاڻ هجن. هن قسم جي دائرن کي انگريزيءَ ۾ Henges سڏبو آهي.

**چڪنو** (گل): چڪنو هڪ قسم جو گل آهي. هي انب جهڙي هڪ وڏي وڻ جا گل ٿيندا آهن، جيڪي ڇٽڻ کان پوءِ ڏاک جهڙا ٿي پون ٿا. هنن مان شراب به ناهيو ويندو آهي. هي گل اڇا ٿيندا آهن ۽ وڻ جو ڦر هيڊو ٿيندو آهي. چڪني جي وڻ جو ذائقو وٽندڙ ٿئي ٿو. عام طور تازي ويم وارين زالن جي ٿڃ وڌائڻ، عام ڪمزوري هٽائڻ ۽ ضعف جي عارضي دوران ڪم اچن ٿا. هن جي ٻجن مان تيل نڪرندو آهي جيڪو صنعت جي ڪم اچي ٿو.

**چڪوال**: چڪوال، پاڪستان جو مشهور شهر آهي، جيڪو تصوف جي مرڪزن مان هڪ آهي. شهر جو بنياد مئرمنهاس قبيلي سان تعلق رکندڙ چڪو خان، مغل بادشاهه ظهيرالدين بابر جي دؤر حڪومت ۾ وڌو. هي هڪ زرعي شهر هو. تنهنڪري هتي جي رهاڪن جو ذريعه معاش، پوکي راهي ۽



چڪوال شهر جو هڪ ڏيک

مال چارڻ تي هو جڏهن ته هتي جي زراعت برساتن تي ٿيندي هئي. 1985ع ڌاري چڪوال شهر کي ضلعي جو درجو ڏنو ويو ۽ ترت هيءُ شهر زرعي شهر مان ڦري هڪ وڏو صنعتي شهر بنجي ويو. چڪوال جي پرسان موٽر وي جي تعمير ٿيڻ سبب هتي صنعتڪاريءَ تمام گهڻي ترقي ڪئي.

چڪوال شهر جي ايراضي 7 لک 40 هزار ايڪڙ آهي. هن ضلعي جي اتر ۾ اٽڪ ۽ راولپنڊي ضلعا، ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ جهلم ۽ خوشاب، جڏهن ته اولهه ۾ ميانوالي ضلعو آهي. هن علائقي ۾ موسمي ندين ۽ نالن جي دٻاءَ جي ڪري هنڌ هنڌ تي گهريون کاهيون ۽ کڏا ٺهيل آهن، جنهنڪري پوکي ۽ اچ وڃ ۾ ڏکيائيون پيش اچن ٿيون. ڪيڙي سوات پهاڙ ضلعي چڪوال جي اولهندي حصي ۾ آهي، جيڪو بلڪل خشڪ ۽ وڻن کان خالي علائقو آهي.

ٽئين حصي ۾ درياهه 'سوان' جي وادي آهي، جنهن ۾ ڪيترين ئي ندين ۽ موسمي نالا اچي ملن ٿا، جيڪي گهرين کڏن مان وهن ٿا، جن جي وچ ۾ ٿوري هموار زمين ملي وڃي ٿي، جتي پوک ٿئي ٿي. ڪلرڪهار ۽ چواسيدن شاهه هن علائقي جا مشهور تاريخي شهر آهن. چڪوال ڪيترين ئي شين جهڙوڪ: چپل، سنڌبل، ڪاچن، مٺاين ۽ ڪپڙي جي ڪري مشهور آهي.

چڪوال ۾ ڪتن جي ويڙهه، گهوڙن جي ريس مختلف جانورن جي نمائش کان سواءِ ٻيون به ڪيترين ثقافتي راندين ڪيڏيون وڃن ٿيون، جن ۾ هتان جا رهواسي گهري دلچسپي وٺندا آهن. هي وندرون هر سال ميلن جي صورت ۾ منعقد ٿينديون آهن.

چڪوال جي ويجهو دلميالا نالي ڳوٺ ۾ هڪ قديم توپ رکيل آهي، جيڪا هڪ بهادر سپاهي صوبيدار گل محمد کي پهرين مهاڀاري جنگ دوران تحفي طور ملي هئي.

هتي دلميالا ڏانهن ويندي هڪ هنڌ اچي ٿو جنهن لاءِ مشهور آهي ته اتي بابر بادشاهه پنهنجي فوجي لشڪر کي منظر ڪري بهار تي چڙهائي ڪئي هئي. هن قديم تاريخي يادگار کان سواءِ اجڪلهه هتي ڪپڙي ناهڻ جي ڪارخانن سميت سيمينٽ ناهڻ جو هڪ وڏو ڪارخانو به آهي. هتي جا ماڻهو محنتي آهن. جن جي اڪثريت ٽرانسپورٽ جي ڪاروبار سان لاڳاپيل آهي.

**چڪور** (Chakor/ *Alectoris chukar*): 2 کان 35 سينٽي ميٽر (14 انچ) جسامت جي هن سهڻي پکيءَ، چڪورَ جا نر ماد هڪجهڙا ٿيندا آهن. هي پکي اڪثر اڀو بيهندو آهي. هن جي چهنب ۽ ٽنگون ڳاڙهيون ٿينديون آهن. چُهنب جي مٿان هڪ ڪاري پٽي اکين وٽان ٿيندي اٿس، جيڪا هيٺ ڳچيءَ تائين وري ايندي آهي. هن جي ڳچيءَ جو رنگ ميرانجهڙو اڇو ٿيندو آهي. هن پکيءَ جي پَرن جا ڪنب چمڪدار ۽ ڳاڙهسرا ناسي ٿين ٿا ۽ اُن جو باقي جسم سرمائي ٿئي ٿو هن جي پڇ ۾ ڪل 14 ڪنب ٿين ٿيا. چڪور جي پيٽ وٽ پاسيرا ڪارا پٽا ٿين ٿا. چڪور بنيادي طرح تتر جو قسم آهي.



هن جون دنيا ۾ 14 کن جنسون مشهور آهن، جيڪي مختلف رنگن جي ڪري هڪٻئي کان ٿوريون ٿوريون مختلف آهن. هي ايشيائي ملڪن ۾ گهڻو ڏٺو وڃي ٿو افغانستان، پاڪستان، ترڪي، هندستان ۽ هماليا جي الهندن حصن: نيپال، ويندي ڏکڻ اوڀر يورپ تائين نظر ايندو آهي، ڇاڪاڻ ته

هي جابلو خطن ۾ رهڻ پسند ڪري ٿو ان لاءِ آفريڪا ۽ سينائي صحرا ۾ به ڏٺو ويو آهي. چڪور جو گذر ٻوٽن ۽ وڻن جي پنن ۽ ميون تي آهي. هي برساتي ۽ نميءَ وارن علائقن ۾ نه رهندو آهي. جڏهن هنن پکين جي لڳ جي مند نه هوندي آهي ته ڏهن ڪان پنجاهه جي ٽولي ۾ هلندا آهن. پر اونهاري ۾ لڳ سبب جوڙو جوڙو ٿي رهن. لڳ واري مند ۾ سندن آواز تکو هوندو آهي ۽ پاڻ ۾ جهيڙو ڪندا آهن. چڪور جو آواز 'چڪ چڪ' نموني جو آهي. هي پکي 23 ڪان 25 آنا لاهي ٿو هن پکيءَ جو آکيرو ٽاڪرو علائقي جي ڄرن ۾ ڪکن ۽ پنن سان ڍڪيل ٿئي ٿو. ڪڏهن ڪڏهن ميداني علائقن جي وڻن تي به آکيرو ٺاهي ٿو. هن پکيءَ جي مادي روزانو هڪ آنو لاهيندي آهي، اها ڪٿي به هجي، پر آنو اچي آکيري ۾ لاهيندي آهي. آنن تي آرو رڳو مادي ڪندي آهي. جڏهن ته نر ڪاڏ خوراڪ رهندو آهي. چڪور پاڪستان جو قومي پکي آهي. چڪور سنڌ ۾ پيار جي اهڃاڻ سمجهيو وڃي ٿو.

**چڪوري (اداڪاره):** سنڌي، پنجابي ۽ اردو فلمن جي مشهور اداڪاره چڪوري بيگم، 1960ع ڌاري حيدرآباد جي مشهور رقاصه ثريا جي گهر ڄائي. سندس مادري زبان پنجابي هئي. سندس پهرين فلم 'محبوب مِٺا' 1971ع ۾



ٺهي. جنهن جو فلمساز جي. ايس. گورچاڻي ۽ هدايتڪار اي. ڪيو. پيرزادو هو. هن فلم ۾ سائيڊ هيروئن جو ڪردار ادا ڪيو هو بابو پائيءَ جي فلم 'پيار تان صدقي' دوران سندس ملاقات مشتاق چنگيزيءَ سان ٿي ۽ پنهنجي ماءُ ثريا جي مخالفت جي باوجود عدالتي پرڻو ڪيائين. جڏهن هي جوڙو لاهور ويو ته ڪجهه عرصي بعد سندن علحدگي ٿي وئي. چڪوريءَ جي ٻي شادي هدايتڪار ڪيفي سان ٿي. هن جون سنڌي فلمون: 'جيجل ماءُ'، 'پيار ڪيو سينگار'، 'سوڍا پُٽ سنڌ جا'، 'منهنجو پيار پڪاري'، 'سنڌڙيءَ تان صدقي'، 'اچ ته ٻاڪر پايون' ۽ 'رت ۽ اجرڪ' مشهور ٿيون. سندس اردو ۽ پنجابي فلمن ۾: 'مولا جٽ'، 'هيرا ڦيري'، 'ڪونج'، 'ٽڪراءُ'، 'دنگل'، 'پرمٽ'، 'بدمعاشي بندا' وغيره ڪامياب فلمون ڳڻي سگهجن ٿيون. جن اداڪارن سان هن ڪم ڪيو تن ۾: مشتاق چنگيزي، ڪيفي، سلطان راهي، مصطفيٰ قريشي، بدر منير، شاهد، محمد علي، يوسف خان، محي الدين، انجمن، صائمه، راني، آسيه، نغمه ۽ عاليه خان اچي وڃن ٿا.

چڪوري، 2 نومبر 2010ع تي لاهور ۾ گذاري وئي ۽ اتي ئي دفن ٿيل آهي.

**چَڪُئو (پکي):** هيءُ هڪ قسم جو پکي آهي، جنهن جو شمار هنج پکيءَ جي خاندان ۾ ٿئي ٿو هن جي چهنب ۽ پيرن جون آڱريون بدڪ جهڙيون ٿينديون آهن. پاڻيءَ ۾ به تري سگهندو آهي. صورت ۾ هنج پکي جهڙو ٿئي ٿو ان ڪري هن کي ڳاڙهو هنج به چوندا آهن.

**چِڪَ:** چڪ دروازي يا دريءَ کي مٽيءَ ۽ هوا ۽ ٻاهرين نظر کان بچائڻ لاءِ سر جي تيلين مان ٺهيل هڪ قسم جو پردو ٿيندو آهي. چڪون مختلف قسمن ۽ ڊزائين جون ٿينديون آهن. اُنهن جي تر ۾ ڪپڙو به لڳايو ويندو آهي. اڄڪلهه پردن جي جاءِ تي چڪون استعمال ڪرڻ جو به رواج آهي ۽ ريسٽورنٽن توڙي گهرن ۾ شوقين ماڻهو چوڪڙين ۽ ڊزائين وارين چڪون ڪم آڻين ٿا. سنڌ ۾ اهي چڪون گهوٽڪي، سکر توڙي حيدرآباد ضلعي ۾ ڪاريگر ٺاهين ٿا. حيدرآباد ۾ ريڊيو پاڪستان ٻاهران فوٽ پاٿ تي چڪون ٺاهيندڙ ڪاريگر ڪٽنب سميت ان ڪِرت ۾ مشغول آهن. جن نت نيون ڊزائنون متعارف ڪرائي هن صنعت کي زنده رکيو آهي.

**چُڪَ/ چُڪي:** ٽڪريءَ يا جبل جي ڪنڊ، جيڪا ٻاهر نڪتل هجي. ان کي چڪ چوندا آهن. اهڙيءَ طرح زرعي زمين جي ايراضيءَ ۾ ڪنڊ ٺاهيندڙ زمين کي به چڪ يا چُڪي چوندا آهن. حيدرآباد ۾ مياڻ فقير جي پڙ وٽ به ٽڪريءَ جي ڪنڊ آهي، جنهن ۾ 'چُڪ وارو اسڪول' ۽ 'چڪ واري چاڙهي' مشهور آهن. هن اسڪول ۾ علامه آءِ. آءِ. قاضي تعليم حاصل ڪئي هئي. ان ڪان سواءِ تعلقي حيدرآباد ۾ چڪي جي نالي سان ٽالپرن جو مشهور ڳوٺ هي جيڪو اڄ به موجود هنڌ تي ٽن ديهن جو دنگ هو جن جون ڪنڊون پاڻ ۾ ملن ٿيون. هن چُڪيءَ کي شاهه لطيف به سُر سارنگ ۾ ياد ڪيو آهي:

'ڇيهو چُڪيءَ ڪنڌئين، ٿيا گُڙنگ مٿي گُلَ'

**چُڪي (ديهه):** تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محراب خان ٽالپر، الهه بخش ٽالپر، پراڻي چڪي، شير محمد ٽالپر، گنهور خان ٽالپر، دائم زنئور ۽ طاهر سونارو.

**چڪيا:** چڪيا، مچ يا ڏاگهه. اهڙي هنڌ کي چئبو آهي، جتي هندو، پرلوڪ پڌاري ويندڙ ماڻهوءَ جو اگني سنسڪار ڪندا آهن. هندن ۾ مڙدي کي ساڙڻ واري عمل کي چِڪيا چاڙهڻ چيو ويندو آهي. چڪيا ٻن طرحن جي ٿيندي آهي. هڪ جڏهن ڪا عورت سَتي ٿيندي آهي، ته ان لاءِ باهه جو آڙاهه تيار ڪيو ويندو آهي، ٻيو عام مڙدي کي ساڙڻ لاءِ جيڪو مچ تيار ڪيو وڃي، ان کي به چڪيا چوندا آهن. هي عمل هندن ۾ آڳاٽي وقت کان دهرائبو پيو اچي.



مڙدي کي چڪيا چاڙهڻ لاءِ پهرين مسالڻ ۾ زمين تي پاٽيءَ جو چنبو هٽي مڙدي کي زمين تي رکندا آهن. چڪيا واري جڳهه تي ڪاٺيون رکي، انهن مٿان مڙدي کي سمهاري، چڪيا کان ٿورو پريرو ٻي باهه ٻاريندا آهن، جنهن مان چار ڄڻا جدا جدا هڪ هڪ ڏونگهيءَ کي ڪاٺيءَ ۾ ٽنبي، باهه ڏئي انهن ڏونگهين سان ڪاٺين کي چئني پاسن کان باهه ڏيندا آهن. ان عمل کي 'لانپوئا ڏيڻ' چئبو آهي. مڙدو اڌ سڙڻ تي هوندو آهي، ته وري مڙدي تي

گيھہ وجھندا آھن. اھڙيءَ ريت مُڙدي جو پورو جسم سڙي خاڪ ٿي وڃڻ تائين بار بار گيھہ وجھندا رھندا.

چکيا چڙهيل مڙدي جي خاڪ کي ڪنهن ڪپڙي ۾ ٻڌي، تيرٿ آستان ۾ تاريندا آھن. جنهن کي 'ڦُل تارڻ' يا 'رک پرواھ' ڪرڻ چوندا آھن. هندستان ۾ مڙدي جي رک کي گنگا نديءَ ۾ تاريو ويندو آھي، جڏھن تہ سنڌ ۾ سنڌو درياھ، هنگلاج ۽ ساڙدري جي مرگھي ڪُن (ننگرپارڪر) ۾ تاريندا ڪندا آھن. ان عمل کي 'تارٿو' بہ چئبو آھي. چکيا جو ھي نمونو سڄيءَ دنيا جي هندن ۾ رائج آھي، جڏھن تہ سنڌ اندر مينگھواڙ، باگڙي ۽ هندن جون ھيون ذاتيون مسلمانن وانگر مڙدن کي ساميون ئاهي پورين ٿا. سنڌ جي لوڪ عشقيہ داستان 'مومل راڻي' متعلق مشھور آھي تہ راڻي جي رسامي تان مومل پنهنجو پاڻ کي چکيا (ڏاگھہ) تي چاڙھي ماريو ھو.

**چگڙا** (ديھہ): تعلقي قنبر جي ھن ديھہ، جنهن ۾ ھڪ ڳوٺ 'مياڻي' شامل آھي.

**چگڙو ڏنڊ**: چگڙو ڏنڊ ضلعي قنبر- شھدادڪوٽ جي ديھہ چگڙيءَ ۾ قمبر شھر کان اٺن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي اولھہ پاسي ڳوٺ ھير شريف پرسان آھي. روايت آھي تہ ھيءَ ڏنڊ ميرن جي راڄ ۾ قنبر جي نوريزاڻي ھرڙن جي وڏي بزرگ چگڙي خان ھرڙي (1850- 1785ع) جي ذاتي ملڪيت ھئي، انگريز راڄ ۾ چگڙي خان ھرڙي جي وارثن وچ ۾ ڪجھہ اختلاف ٿي پيا، جنهنڪري سموري جائداد وڪرو ڪئي وئي، جنهن ۾ چگڙو ڏنڊ جي ايراضي بہ شامل ھئي. ھن وقت اھا ڏنڊ رئيس پريل خان تنيي جي ملڪيت آھي. جيتوڻيڪ اڄڪلھہ ھيءَ ڏنڊ پنهنجي اصل حيثيت وڃائي چڪي آھي. پر پوءِ بہ ھن ۾ نيڪال وارو ۽ ڪارو پاڻي موجود رھي ٿو. لوڙيائو پاڻي سُڪي وڃڻ جي صورت ۾ لوڻ جا تھہ جمي پون ٿا. اڳي ھن ڏنڊ مان مڇي، پکي، ٻھہ، پبڻ جام ملندو ھو.

**چگو جت**: چگو جت پنهنجي وقت جو وڏو شاعر ھو. ڪڇ ۾ ابڙاسي واري علائقي ۾ سنڌيار تلاءَ تي رھندڙ ھو. مير فتح علي خان ٽالپر جي دور ۾ جتن ۽ چانگن جي وچ ۾ 'چاڻي واري جنگ' لڳي، جنهن ۾ چگو جت بہ شامل ھو. 18ھين صدي عيسويءَ جي پڇاڙيءَ ۾ وفات ڪيائين. جوڪين جي جام مراد علي ۽ سندس وچ ۾ بيتن جي ڏي وٺ ٿي. جام مراد علي سانوڻ جي مند ۾ سوپياوان زال جي فطري سونھن بابت سينگار جو بيت چيو ۽ ھين سگھڙن ۽ شاعرن کي بہ ان قسم جا بيت جوڙڻ لاءِ چيائين. 'چگي' ڪيس ھيٺيون بيت لکي موڪليو:

سارنگ نين سڄٽين، جھُڙ جيئن آگميياس،
اُپ قمر ڪيس ڪڪر اوڏڻ ڪيرياس،
سبزہ لتاڙي آئي، تنهن جا پرتئون پير رتاس،
مُنهن ۾ مينهن ڦڙين جا، مينڊن موڙ ڳُتاس،
آڏو تنهن عجيب جا، پرون بين بنياس.
چمڪي وچ چگوچئي، اھڙي سونھن سندياس،
سڻ جوکيا جواب جت جو، انهيءَ اھڃاڻاس،
ڳچي ڳاٽ ڏناس، اچي ڪامڻ گڏي ڪانڌ کي.

**چگي چال جي ڪرامت** (ڪتاب): ھيءُ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو ترجمو ڪيل آھي، جنهن جا ٻہ ڀاڱا شايع ٿيل آھن. ڪتاب جي ڀاڱي پھرئين ۾ 717 صفحا آھن جنهن جي قيمت ھڪ روپيو اٺ آنا ڄاڻايل آھي. ڇاپو پھريون اداره قليچ حيدرآباد سال 1953ع ۾ ڇپايو. ڪتاب جو ٻيو حصو ڪرائون سائيز ۾ آھي، جنهن ۾ 174 صفحا آھن. ۽ قيمت 2 رپيا رکيل آھي. اماميہ اليڪٽرڪ پريس حيدرآباد مان سال 1953 ع ۾ ڇپيو.

**چلاس** (Chilas): گلگت بلتستان جو ھڪ اھم شھر جيڪو سنڌو درياھ جي ڪاٻي ڪناري تي واقع آھي. قديم دؤر ۾ وچ ايشيا مان جيڪي واپاري قافلا هندستان ايندا ھئا، سي گلگت بلتستان ڪانپوءِ چلاس واري هنڌ ساھي پٽيندا ھئا. ھتي انگريزن ھوائي اڏو بہ قائم ڪيو ھو جيڪو اجا تائين موجود آھي. چلاس مان ھڪ روڊ شاھراھ قراقرم سان ملي ٿو ھيءُ شھر



خنجراب لڪ جي ذريعي چين جي مختلف شھرن سان بہ ڳنڍيل آھي. ھتي ٻڌن ۽ هندن جا جبلن تي ٺھيل نقش اجا تائين موجود آھن. چلاس کي گلگت جي ضلعي ھيڊڪوارٽر جو درجو مليل آھي. ھتان جي موسم اونھاري ۾ خشڪ ۽ گرم رھي ٿي، جڏھن تہ سياري ۾ ھتي گھڻي ٿڌ پوي ٿي.

پاڪستان ٺھڻ کان اڳ ھتي ڪو بہ رستو نہ ھو. پاڪستان ٺھڻ کان پوءِ ھڪ سنھو رستو ٺھيو جنهن تي صرف جيپ ھلي سگھندي ھئي. پوءِ شاھراھ قراقرم ٺھڻ سان ھتي ترقي ٿيڻ شروع ٿي. ھن وقت ھيءُ شھر روڊن ذريعي پوري ملڪ سان ڳنڍيل آھي.

**چلغوزو** (A Pine-nut): چلغوزو ھماليہ جبل ۾ ٿيندڙ مقامي سطح جو وڻ آھي، جنهن کي 'نيزا' (فروٽ) ٿيندا آھن. ھي وڻ صنوبري (Pinaceae) خاندان جي جنس (Pinus) سان تعلق رکي ٿو ھن جو سائنسي نالو (Pinus geradiana) آھي، جڏھن تہ ھن کي عام طرح چيل جو وڻ



ٻه چيو وڃي ٿو. چلغوزي جا وڻ جابلو چوٽين تي 1800 کان 3350 ميٽر اوچاين تي ڦٽندا آهن. هيءُ وڻ افغانستان، پاڪستان، ڪشمير ۽ اتر اولهه هندستان ۾ ٿئي ٿو. ڊگهي، اوچي ۽ ڪليل ٽارين وارن هنن وڻن جي اوچائي 10 کان 20 ميٽر ٿيندي آهي. هنن جا گهرا ۽ ساوا پن 6 کان 10 سينٽي ميٽر ويڪرا ٿيندا آهن. هن وڻ جو ٻج سنهي ۽ سخت کلن ۾ بند ٿيل هوندو آهي، جيڪو پچي کائبو آهي، ان ٻج کي 'نيزا' چوندا آهن. هن جا ٻج ڪاربو هائڊريٽ ۽ پروٽين سان ڀرپور ٿيندا آهن. 1839ع ڌاري هن وڻ کي برطانيه ۾ ٻه متعارف ڪرايو ويو.

**چلم** (Hubble- Bubble): چلم نڪر مان ٺهيل تماڪ ڇڪڻ جي هڪ خاص ٿانو کي چيو ويندو آهي. هيءَ حقي وانگر نڪر جي ٺهيل هوندي آهي، جنهن کي ڪنيار مختلف سائيزن ۽ نمونن ۾ ٺاهيندا آهن. ڪن هنڌن تي چلم لفظ حُقي ۽ سُلفيءَ جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿئي ٿو، پر خاص شڪل ۽ وڏ ننڍائيءَ جي حوالي سان چلم، انهن ٻنهي کان الڳ آهي. چلم ۾ تماڪ واپرايو ويندو آهي ۽ ايامن کان ٻهراڙين ۾ اوطاق ڪچهرين ۾ هن جو تمام گهڻو استعمال ٿيندو آهي.

بناوت جي لحاظ کان چلم جي مٿئين حصي کي 'ٽوپي' يا 'قُل' سڏبو آهي. جنهن ۾ ٽانڊا وجهبا آهن، تماڪ کي باهه ڏيڻ سان چلم جي نڪر ٽڙڪڻ جي خطري کان اِن مٿئين حصي کي لوهه جي پٽن ۽ ڪنار کي لوهه جي پٽيءَ سان جڙيو ويندو آهي. ٻي هڪ شيءِ نڪر جي هوندي آهي، جنهن کي 'چغل' چوندا آهن. چغل گولائي مائل انچ کن قطر جو ڳوڙهو هوندو آهي، جيڪو ٽوپيءَ جي وچئين سوراخ جي مٿان وجهبو آهي.

ان کان سواءِ ٻه نليون پوري ڪانيءَ جون هوندون آهن. وڏي نلي 4 کان 5 فوٽ ڊگهي هوندي آهي، جنهن کي 'نڙ' چئبو آهي ۽ ٻي ننڍي نلي اٽڪل ٻه اڍائي فوٽ ڊگهي هوندي آهي، تنهن کي 'گوءِ' چوندا آهن. اهي چار شيون چلم جا مستقل حصا آهن. باقي ٽي شيون يعنيٰ: پاڻي، تماڪ ۽ ٽانڊا استعمال موجب روزانو هڪ کان وڌيڪ دفعا بدلائي سگهبا آهن. ان جو مدار ڇڪڻ وارن جي تعداد تي هوندو آهي.

چلم جي بناوتي حصن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو:

**چلم جو بوتو:** چلم جو بوتو نڪر جو ٺهيل هوندو آهي، جيڪو ٻه فوٽ اوچو، ٽوپيءَ سوڌو ٽن فوٽن جو ٿئي ٿو. ڏسڻ ۾ هن جا چار مکيه حصا آهن. مٿان پنج انچ کن قطر سان ڦاڏي ڪنار، ان کان هيٺ مُني فوٽ جيتري سنهي ڳچي، تنهن جي هيٺان چلم جو مکيه حصو ڍڍر، جنهن جي چوڌاري ڏيڍ فوٽ کن قطر سان ٻاهر تي وڌيل گهاگهري هوندي آهي، جنهن جي آخر ۾ هيٺيان ڇهه ست انچ قطر سان



لڪوٽرو هوندو آهي. چلم جو سڄو بوتو مٿينءَ ڪنار کان ڍڍر تائين پورو ٿيندو آهي. هن ۾ ڳچيءَ ۽ ڍڍر جي وچ تي هڪ سوراخ هوندو آهي، جنهن ۾ نڙ جي پوئين ڇيڙي جو ڏٽو ڦاٿائبو آهي.

**ٽوپي يا قُل:** هي حصو مُنو فوٽ کن ڊگهو (اوچائي) ۽ اڌ فوٽ قطر سان ڏياٽيءَ جي شڪل جهڙو، نڪر جو ٺهيل هوندو آهي. هن جا ٻه مکيه حصا ٿين. هڪ مٿيون ويڪرو حصو، جنهن ۾ تماڪ کي ساڙڻ لاءِ تيز ٽانڊا وجهبا آهن ۽ ٻيو سوڙهو هيٺيون حصو، جنهن هيٺان 'چغل' وجهبو آهي ۽ پوءِ ان جي مٿان تماڪ جي ڳوٽي ڀربي آهي. هي چلم جو اهم حصو آهي، جنهن مان نشي آور دونهون چغل جي وٿين مان وهي نڪرندو آهي.

**نڙ:** هي اٽڪل چار فوٽ ڊگهو ڪانو هوندو آهي، جيڪو گهڻو ڪري گهٽي پاڻيءَ واري هنڌن تي پيدا ٿيندو آهي. هن گاهه جا ٻه قسم ٿين ٿا، جن مان هڪ کي ڪُوڙو يا سادو ۽ ٻئي کي سچو يا سنو سڏين ٿا. چلم ۾ استعمال ٿيندڙ نڙ سنئي قسم مان حاصل ڪبو آهي، جنهن کي 'اينچي' به چوندا آهن. سڄي نڙ تي اڳڙي ويڙهيل هوندي آهي ۽ ٻئي ڇيڙي وٽ اڳڙيءَ جو ڏٽو هوندو آهي، جيڪو ڇڪڻ مهل چلم جي وچ واري سوراخ ۾ ڦاٿائي وجهبو آهي ته جيئن سُوٽ ڏيڻ مهل هوا ٻاهر نه نڪري. نڙ مٿان ويڙهيل اڳڙيءَ کي ٿوري ٿوري وقت کان پوءِ پاڻيءَ سان آلو ڪبو رهبو آهي، جنهن لاءِ عام طرح چئبو آهي ته: "نڙ کي سائو ڪر".

**(4) گوءِ:** هي اينچيءَ جو اٽڪل ٻه فوٽ ڊگهو ٽڪرو هوندو آهي. جنهن جو مٿيون ڇيڙو ڏٽي سان ٽوپيءَ جي سوراخ ۾ وجهبو آهي. باقي حصو هڪ ٻئي ڏٽي وسيلي چلم جي ڳچيءَ ۾ جيڪو مٿان سوراخ آهي. ان ۾ ڦاٿائي وجهبو آهي. گوءِ جو هيٺيون ڇيڙو چلم جي ڍڍر ۾ ڀريل پاڻيءَ ۾ ٻڏي بيهندو آهي. انڪري ٽوپيءَ مان آيل نشي آور دونهون چلم جي پاڻيءَ مان گذري، پوءِ نڙ مان ڏنل سُوٽ وسيلي ڇڪيندڙ تائين پهچندو آهي. چلم جو استعمال صحت لاءِ هاڃيڪار آهي، پر ماڻهو علت سبب ان جو خيال نه ڪندا آهن.

اڳاٽي وقت ۾ حيدرآباد ۽ ڇمبڙ جي چلم سنڌ ۾ مشهور هئي، جيڪا ٽن يا چئن طبقن ۾ ٽُڪ سان جوڙي ويندي هئي.

**چِلمچي** (Wash Stand): هي ٽامي پتل يا جست وغيره جو ٿانءُ هوندو آهي، جنهن ۾ هٿ يا منهن ڌوئڻ جو پاڻي گڏ ڪبو آهي. هي سنڌ ۾ روايتي طور اوطاقن تي استعمال ٿيندو آهي، جنهن ۾ مهمانن جا مانيءَ کان اڳ ۽ مانيءَ کان پوءِ هٿ ڌوئاريا ويندا آهن. بيمار ماڻهو به جڏهن اٿي ويهي نه سگهندو آهي ته ان کي به هٿ منهن چلمچيءَ ۾ ڌوئاريندا آهن.

**چُلهه**: رڌ پچاءَ لاءِ باهه ٻارڻ جي مقرر ٿيل جڳهه. ٻهراڙيءَ ۾ گهرن اندر مانيءَ يا ڀاڄيءَ پچائڻ لاءِ چلهه جو استعمال تمام اڳاٽو آهي. چلهه ڪٽي چوڪنڊي ۽ ڪٽي ٽڪنڊي ٺاهي ويندي آهي، جنهن جي وچ تي ٽي لوهي ڪليون يا مارنگ زمين ۾ کوڙي انهن مٿان رڌ پچاءَ وارو ٿانءُ رکندا آهن. مارنگ اڪثر مٽيءَ مان ٺاهيا ويندا آهن. چلهه ڪاٺين، ڇيڻن ۽ ککن جي باهه ذريعي مچائي ويندي آهي. چلهه تي پڪل کاڌو گئس جي نسبت سواد وارو تصور ڪيو ويندو آهي. چلهه کي سنڌ ۾ هڪ اهم ثقافتي عنصر جي

حيثيت حاصل آهي، جتي هڪ گهر جا ڀاتي گڏ ويهي کاڌو کائيندا آهن. چلهہ جي نسبت سان سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي محاورا رائج آهن، جيئن: "جيڪو چُلهہ تي، سو دل تي" يا "گهر جو پيس، چلهہ جو مارنگ" وغيره.



چلهيون ڳوٺن اندر گهرن ۾ مستقل طرح ٺهيل هونديون آهن، جن کي وقت بوقت عورتون مٽيءَ جو ليپو ڏيئي مرمت ڪنديون آهن. اهڙي قسم جون چلهيون ڪٿي ڪٿي شهرن ۾ بہ استعمال ٿين ٿيون. ڪيترن گهرن ۾ چلهہ جو ٽانڊو وسامڻ نہ ڏيندا آهن. رڌپچاءَ ڪان پوءِ ٽانڊا رک سان پوري ڇڏيندا آهن ۽ صبح جو ٽانڊا صاف ڪري ڪک ڪچهر وجهي ڦوڪ ڏئي باهہ ٻاريندا آهن. هيءَ روايت شايد باهہ جي پوڄا واري دور کان لاشعوري طور هلندي اچي ٿي. سئي گئس اچڻ بعد اڄڪلهہ شهرن ۽ وڏن ڳوٺن ۾ گئس وارا چلها بہ استعمال ڪيا وڃن ٿا.

**چُلهو**: باهہ ٻارڻ واري هنڌ کي چلهو چئبو آهي. ان کان سواءِ چلهو، چُلهہ جو هڪ خاص نمونو بہ آهي، جنهن تي رڌپچاءَ ڪبي آهي. چلهہ عام طور چوڪنڊي ٿيندي آهي، ٽڪنڊي چلهہ کي چلهو چيو ويندو آهي. چلها لوهہ ۽ اسٽيل ۽ ٽين جا ٿيندا آهن. اهي ننڍا ۽ وڏا ٿيندا آهن، جن جو ضرورت آهر استعمال ٿيندو آهي. هوٽلن ۾ عام طرح چلهن جو استعمال ٿيندو آهي.

**چَلهو**: وڻ کي پاڻي ڏيڻ لاءِ کوٽيل ننڍي کڏ، جيڪا اڌ فوٽ کن زمين ۾ اونهي هوندي آهي. چلهو وڻ جي چوڌاري چوڪنڊو توڙي گول ٺاهيو ويندو آهي. چَلهي ۾ وڻ کي پاڻي ڏيڻ توڙي گُڏ ڪڍڻ ۾ آساني ٿيندي آهي.



چلهو، عمارت جي تعمير وقت، مٽيءَ پچائڻ يا سيمينٽ ۽ واري ملائڻ لاءِ بہ ٺاهيو ويندو آهي، پوءِ اُها مٽي يا سيمينٽ ڪٺي ڀتين جي اوساريءَ ۾ ڪم آڻبو آهي.

**چِلي**: اُٺ، گهوڙي ۽ گڏهہ تي بار ڪڻڻ لاءِ ڪٿي يا ڪپڙي جي خرزين وانگر ٺهيل ٻوجهي کي چِلي چئبو آهي. ان کان سواءِ اناج، گاهہ ۽ ٻئي بار جون بہ چليون ٺاهي بار ڪڻندا آهن ۽ ڪوشش ڪبي آهي تہ ان جا ٻئي پاسا وزن ۾ برابر هجن تہ جيئن اوهر نہ ٿئي. اڳئين وقت ۾ شادي مرادي جي موقعي تي پَٽ ڪڻڻ لاءِ اجرڪ يا ڪٿي جي چلي ٺاهي، ان ۾ پٽ پري، ڪنهن وهٽ، خاص ڪري ڏڳي تي ڪڻندا هئا.

**چلي** (Chile): هن ملڪ جو سرڪاري نالو جمهوريہ چلي (Republica De Chile) آهي. هن ملڪ تي هيءُ نالو Tchili تان ڪنيل آهي، جنهن جي معنيٰ برف (Snow) آهي. چلي ڏکڻ آمريڪا جو ملڪ آهي. هن جي اتر ۾ پيرو، اوڀر ۾ بوليويا ۽ ارجنٽينا، ڏکڻ ۽ اولهہ ۾ پئسفڪ سمنڊ آهن. چلي پئسفڪ سمنڊ جي ڏکڻ اولاهين ڪناري تي واقع آهي. چلي دنيا جو سڀ کان سنهڙو ۽ ڊگهو ملڪ آهي. چليءَ جي پکيڙ 756626 چورس ڪلوميٽر (292058 چورس ميل) ۽ آبادي هڪ ڪروڙ 60 لکن جي لڳ ڀڳ آهي. چليءَ جي گاديءَ جو هنڌ سانتياگو (Santiago) آهي ۽ هتي جو سڀ کان مٿانهون هنڌ 'اوجوس ڊل سلاڊو' (بلندي: 6870 ميٽر) آهي. چليءَ جي سرڪاري ٻولي اسپيني آهي. هتان جي مکيہ زرعي پيداوار ۾ ڪڻڪ، بصر، ٻج، پٽاٽا، ميوا، مڪئي، انگور، زيتون، جَوَ، صوف، آڙو اچي وڃن ٿا. هتي جي مکيہ صنعتن ۾ مڇيءَ جي پيڪنگ، ڪاٺ جون شيون، لوهہ، ڪاغذ، مشينري، ڪيميائي شيون، ڪپڙو اٽڻ شامل آهن. هتان جي موسم خط استوا جي ويجهو آهي، ان ڪري هن جو اترين علائقو ڏاڍو گرم ۽ ڏاکڻيون حصو ٿڌو آهي. چلي هڪ آزاد جمهوريہ آهي، جتي صدارتي طرز جي حڪومت قائم آهي. هن ملڪ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو 12 فبروري 1818ع آهي ۽ هن تي گڏيل قومن جي اداري (UNO) ۾ 24 آڪٽوبر 1945ع کان ميمبرشپ حاصل آهي.




**چِليا**: چليا، سنڌ جو هڪ قديم شهر آهي، جيڪو ٺٽي شهر کان ڏهہ ڪلوميٽر اوڀر طرف سنڌوءَ جي ساڄي ڪپ واري ٽڪريءَ تي ڪينجهر پرسان آباد آهي. هن شهر جي شروعاتي اڏاوت سنڌو درياهہ جي بلڪل ڪپ تي 'سُهٽي لَٽِ' واري ٽڪريءَ جي چوُ طرف هئي. چِليا جي آڳاٽي شهر جا اڄ بہ ڪيترا آثار موجود آهن، جن جو گهڻو حصو درياهہ جي پيٽ ۾ اچي ويو آهي. جڏهن درياهہ جو چاڙهہ لهي ويندو آهي تڏهن انهيءَ ٽڪرائي مان سومرا دؤر ۽ مغليہ دؤر جا سِڪا ليندا آهن. هن ٽڪرائي جي ڏکڻ واري حصي ۾

انگريزن جي دور جو هڪ ڊاڪ بنگلو ۽ اريگيشن کاتي وارن جا بنگلا ڦِٽل حالت ۾ موجود آهن. ٽڪرائي جي اتر واري حصي ۾ اڌ ايڪڙ جي اوچي ٽڪريءَ تي هڪ ڊگهو ٻارهن فوٽن جو گهڙيل پٿر کُتل آهي. جنهن کي 'سُهڻيءَ جي لَٺ' سڏيو ويجي ٿو. آڳاٽي وقت ۾ چِليا وڏو پتڻ هو جنهن جي سونهن لاءِ ٿلهو جوڙايو ويو هو. هن شهر جي اتر طرف هڪ وڏو ۽ قديم قبرستان آهي. ڪجهه قبرون تمام ڊگهيون اٽڪل ٻارهن فوٽ به آهن. ڪن قبرن تي سيرانديءَ کان ائين ڪان ڏهن فوٽن جا ڊگها پٿر ڪتل آهن. ڪن قبرن مٿان رکيل پٿرن تي مختلف نشان ۽ نقش اڪريل آهن. هن قبرستان ۾ مشهور شاعر ۽ درويش مورڻي فقيرجي به مزار آهي. جنهن تي ساليانو ميلو لڳندو آهي. سنڌ جي سورهيہ ۽ غيرتمند ڪردار شهيد ليمي مهاڻي جي قبر به هن قبرستان ۾ آهي. هن شهر جي ڦٽي وڃڻ کان پوءِ شهر جي آثارن کان اتر طرف ۽ نيشنل هاءِ وي کان هڪ ڪلوميٽر ڏکڻ طرف ڪلهوڙن جي دؤر ۾ هيءَ شهر هڪ دفعو وري آباد ٿيو هو. جنهن جي ويجهوئي ڪلري واهه وهي ٿو. ورهاڱي کان اڳ ۾ هن شهر جي آبادي گهڻي هئي. هتي وڏي تعداد ۾ دڪان، جڳهيون، مسجدون ۽ مندر هئا، جن جا ڊٺل آثار اڄ به موجود آهن. هتي هڪ وڏي مساڻ جا آثار به ملن ٿا. هن هوادار ٽڪريءَ جي ڏکڻ اوڀر ۾ تفريح خاطر هڪ باغ هوندو هو. جيڪو هن وقت بلڪل ختم ٿي چڪو آهي. موجوده دور ۾ هن شهر جي آبادي 1000 کان مٿي ٿيندي. هتي هڪ پرائمري اسڪول، گرلس اسڪول، ضلعي ڪائونسل جي ڊسپينسري ۽ پوسٽ آفيس آهي. هتان ڊولومائيٽ پٿر ۽ جڳهين لاءِ تمام سٺي قسم جو پٿر نڪري ٿو. هتي جي رهندڙ ماڻهن جو گهڻو گذر به پٿرن ڪيڻ ۽ مڇيءَ جي پالنا تي آهي. چِليا جي اتر اولهه طرف هڪ ڪلوميٽر جي مفاصلي تي کوهي ڍنڍ آهي. جيڪا سورهن چورس ڪلوميٽر پکيڙ ۾ آهي. هن ڍنڍ ۾ پڪي، مڇي، پٻڻ، لوڙهه وغيره جام ٿئي، جڏهن ته هتان ٻن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي سنڌ جي مشهور ڪينجهر ڍنڍ آهي. جنهن جي آسپاس ميربحر، ماڇي، سما، سيد، شورا، جاکرا، عباسي، بروهي، چوهاڻ، درس، جوکيا، ڪلهوڙا، پنيرا، هيجب، پٽي ۽ چليا ذاتين جا ماڻهو آباد آهن. هتان نڪرندڙ پٿرن مان مختلف شيون ٺاهيون وينديون آهن. هن شهر کي ڍنڍون ويجهيون هئڻ جي ڪري، هتي پن ۽ ڍِير گهڻي ٿئي ٿي. جنهن مان تڏا ۽ تؤنريون ٺاهيون وينديون آهن. هتي مڇي به جام ٿئي ٿي. چليا جو ڏنيروڪافي مشهور آهي.

**چَمَ**: ڪل، سڪل ڪل ۽ چمڙي کي عام طرح 'چم' چوندا آهن. چم، جانورن جي جسم جي کل لاهڻ کان پوءِ حاصل ٿيندو آهي. اسان جي ملڪ ۾ خاص ڪري حلال مال (چوپائي) جي کل (چَمُ) مختلف ڪمن ۽ صنعتن ۾ ڪم آندو ويندو آهي. چمڙي جا ملڪ ۾ ڪيترا ڪارخانا آهن. جن ۾ جوتا، ٽوپيون ۽ ٻيو سامان ٺهندو آهي. **(وڌيڪ ڏسو: چمڙو)**

**چَمار**: چمڙو رڱيندڙ ۽ چمڙي جو ڪم ڪندڙ کي چمار سڏيو ويجي ٿو سنڌ ۾ چمار موچي به سڏجن ٿا، جو ته اهي چم کي ڳنڍڻ ۽ ان مان جُتيون وغيره ٺاهڻ جو ڪم ڪندا آهن. چمار، سنڌ ۽ پنجاب سميت اتر- اولهه هندستان جي ڪجهه حصن ۾ به رهن ٿا. چمار سنسڪرت جي لفظ 'چرمڪرا' مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي 'هڏن جو ڪم ڪندڙ'. حالانڪ هڏواڙ سنڌ ۾ الڳ قبيلو آهي، پر اوڀر پنجاب ۾ چمار هڏن کان وڌيڪ چم جو ڪم ڪن ٿا. هنن جي اصل نسل بابت ڪيترين روايتون ملن ٿيون.



هڪ روايت موجب: چنو (Chano) ۽ بنو (Bano) ٻه ڀائر هئا. چنوءَ ڪنهن مئل ڳئونءَ جي کل پنهنجي هٿن سان لاٿي، تنهنڪري بنوءَ کيس پنهنجي ذات کان الڳ ڪري ڇڏيو هي انهيءَ چنوءَ جا پونئير سڏيا وڃن ٿا ۽ مسلمان چمار موچي سڏبا آهن. جڏهن ته سک چمار 'رامداسيا' سڏجن ٿا. سرسا چمار ميگهوال سڏجن. جن کي ڍيڍ به چوندا آهن. ڍيڍن کي عام طرح گهٽ ذات وارا چمار چون. ميگهوال پاڻ کي ميگهه- رک (Megh- Rikh) جو اولاد سڏائين ٿا. جيڪي عقيدي موجب پاڻ کي نارائڻ جي تخليق سڏيندا آهن.

**چمارن جون خاص هيٺيون ذاتيون آهن:**

**(1) جند/ جندوڙ:** جندوڙ دهليءَ ۾ رهن ٿا. هنن لاءِ مشهور آهي ته هي بنارس کان بمبئيءَ آيا. ڪن تاريخدانن جو چوڻ آهي ته هنن جي سنت ڪبير سان نسبت رهي آهي. حسار ۾ جند چمارن جي ڳوٺ (Goate) آهي. هي کلن لاهڻ جو ڪم نه ڪندا آهن. پر رڳو چمڙو رڱيندا آهن. ان ڪري کين چمرنگ به سڏين ٿا.

(2) **رائداسي:** هي ڀڳت راءِ داس جي نالي پويان پنهنجو پاڙو رائداسي سڏائين ٿا. هي چمار ڀڳت ڪبير جا پوئلڳ آهن. جنهنڪري رامائڻ سان گهڻو لڳاءُ رکن ٿا. رائداسي ڪرنال ۽ ان جي آس پاس رهن ٿا.

(3) **جهائيا:** جهائيا دهليءَ ۽ گڙگائون ۽ آسپاس جهجهي تعداد ۾ رهن ٿا. هي گهوڙن ۽ ائن جا هڏا ميڙين ٿا. هي 'گائو برهمڻڪو' ڪم به ڪن. جنهنڪري ٻين چمارن کان کين مٿانهون ليکيندا آهن. هنن کي چمارا برهمڻ چيو ويجي ٿو

(4) **چمبڙ:** چمبڙ به چمارن جي ڳوٺ (Goate) آهي. جيڪي لڌيانا ۽ جالنڌر ۾ آباد آهن. سنڌ جي شهر چمبڙ جو نالو، ان نسبت سان غور ۽ تحقيق طلب آهي.

(5) **گوليا:** گوليا چمارن جي سمورن ڳوٺن ۾ عام طور گهٽ ڪري ليکيا وڃن ٿا. هي اڪثر اوڀر پنجاب ۾ آباد آهن. جند چمار پنجن پاڙن ۾ ورهايل آهن: رامداسي، جاتيا، چمائو پٽي ۽ راءِ گر. پر اها ڳالهه واضح نٿي ٿئي ته اهي پاڙا ڏنڌي جي حساب سان آهن يا رهائش جي حساب سان. ناپا جي لڪت موجب: جند چمارن جا چار گروپ آهن: (1) چڪوار (Chacwar)، (2) جاتيا، (3) برهمڻيا، ۽ (4) چمائو (Chimau). چڪوار وري ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. هڪڙا اهي اصلي چڪوار آهن. جيڪي چمڙي جو ڪم ڪن ٿا،

ءِ پيا بوناس، جيڪي ڪتا ناهين ٿا، اهي سک آهن ۽ گُرو گوبند سنگهه جا پوئلڳ آهن. بوناس چمار ڏکڻ - اوپر هندستان ۾ رهن ٿا. ڪو بہ چڪوار چمار ڪين سگ ڪونہ ڏئي. جاتيا گهوڙن ۽ ائن جا هڏا ميڙيندا آهن.

رامداسي چمار جٽيو پائيندا آهن ۽ بتن جي پوڄا مهل سنک وڄائيندا آهن. چمارن جون عورتون نڪ ۾ ڪو بہ زيور ڪونہ پائينديون آهن. پر بوناس چمار عورتون شاديءَ کان پوءِ نڪ ۾ زيور پائينديون آهن. پر رنڙ زال ڪو بہ زيور نہ پائيندي آهي. بوال جا چمار سوني بولي يا نڪ جو سونو زيور ڪونہ پائين. چمار هر ڪنهن جي هٿ جو رڌل کاڌو کائين، پر خاڪروب يا ڀنگيءَ جي هٿ جو کاڌو ڪونہ کائين. هو نيرمان رڱيل ڪپڙو بہ استعمال ڪونہ ڪن.

چمار راجپوتانا جي بہ ڪيترن حصن ۾رهن ٿا. بيڪانير ۾ هي بالائي (Balai) سڏبا آهن. هتي هي مذهبي اڳواٽي بہ ڪن ٿا. هي امن پسند شهري آهن. هنن جا 1150 پاڙا ڇپيا وڃن ٿا، جن ۾ خاص اهوار (Aharwar) آهن، جيڪي الهہ آباد ڊويزن ۾ رهن ٿا. ان کان سواءِ بريليءَ ۾ رهندڙ چمڪاتياس، ميرٺ ۽ بنارس ۾ رهندڙ ڌوسياس، الهہ آباد ۽ آگري، روهيل کنڊ ۽ لکنو ۾ رهندڙ دوهر، اتواهہ ۾ رهندڙ گولي (Gole) سڏائين ٿا.

چمارن جي پنهنجي هڪ منظم پنچائت ٿئي ٿي. هر پاڙي جو وڏو ان پنچائت جو ميمبر هوندو آهي. هر ڳوٺ جي وڏي کي 'پرڌان' يا 'جمعدار' چون. وڏن شهرن ۾ هڪ کان وڌيڪ پنچائتون بہ ٿين، جيڪي سندس اڳواٽي ڪن ۽ مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ مدد ڪن. چمارن ۾ ننڍي هوندي شاديءَ جو رجحان وڌيڪ آهي. سندن شاديءَ جا ڪي خاص مقرر قاعدا نہ آهن. گهرجي وڏي کي اگوئا (Agua) سڏين. ڌرين جي رضامنديءَ کان سواءِ سندن شادي ڪا نہ ٿئي. هنن ۾ طلاق تي قطعي بندش پيل آهي. رنڙ کي ٻي شاديءَ جي اجازت آهي، پر هوءَ صرف مري ويل جي ننڍي ڀاءُ سان شادي ڪري سگهي ٿي. سنڌ ۾ بہ اها رسم 'ڏيرواٽيءَ' جي نالي سان موجود آهي. مري ويل شخص جي ملڪيت جو وارث شادي ڪندڙ ڀاءُ هوندو.

عام چمار مساڻن ۾ ساڙيا ويندا آهن. سندن رک ڪنهن درياهہ جي حوالي ڪندا آهن. ٽئين ڏينهن تي تڏو ڪٽي مري ويل جي آتما کي شانتي ڏيڻ خاطر ماني ورهائيندا آهن.

**چماري** (Chamari: ٻولي): هن ٻوليءَ کي چمر، چٽمير ۽ چمپاري بہ چيو وڃي ٿو. هيءَ ٻولي هند يورپي، هند ايراني، هند آريائي ۽ وچين علائقي جي اولهہ وارين هندي ٻولين جي خاندان مان آهي. جيتوڻيڪ هن ٻوليءَ جي لکت نہ ٿي ملي، پر هندستان جي مکيہ علائقن مڌيہ پرديش، اتر پرديش، لکنو ۽ مهاراشٽر جي علائقن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. هن ٻولي ڳالهائيندڙن بابت رچرڊ برنسٽن پنهنجي تذڪري ۾ لکيو آهي تہ "هي نہ مسلمان آهن ۽ نہ هندو، هو وڏي منهن وارو ڇهہ ست فٽو ڊگهو ڏڌو يا پالو ڪٽندا آهن." هندستان جي گهٽن علائقن ۾ هڏن ميڙڻ ۽ مردار جانورن جون کلون لاهڻ جو ڪم ڪن ٿا. پاڪستان توڙي بنگلاديش ۾ هنن جو خاصو تعداد رهائش پذير آهي، جتي هن ٻولي وارا اتان جون مقامي ٻوليون پڻ ڳالهائين ۽ سمجهن ٿا. سڪندراعظم جي جاگرافيدان ڪلاٽو ڊيٽس پٽيميئس بہ هن ٻولي ڳالهائڻ وارن کي Phylitas سڏيو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي پيل. پيل اصل ۾ بيلار مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ تير هلائيندڙ يا شڪاري. هنن ۾ تعليم جي شرح هڪ سيڪڙو کان بہ گهٽ آهي. (وڌيڪ ڏسو: چمار).

**چَمان** (مڇي): ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم آهي، جنهن کي 'چمون' ۽ 'چام' بہ چوندا آهن. هن جو رنگ سرمائي ۽ پيٽ اڇيرڙو ٿئي ٿو. هن جي ڊيگهہ هڪ فوٽ ٿيندي آهي ۽ تور ۾ اڌ سير ٿئي ٿي.

**چمپ** (ديهہ): تعلقي شهدادپور ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لطف علي وگڻ، تگڙيو حر آباد، غلام محمد پناڻ، محمد هاشم بروهي، بچل خان بوداڻي، شيخ محمد جوٽيجو ڳوٺ، مير محمد ڪلوئي، چڪي ڳوٺ، فيض محمد شاهہ، قادر بخش بروهي، اسلام الدين پٺو گل محمد جسڪاڻي ۽ بهادر بروهي.

**چمٽو**: ٽانڊي ڪڍڻ لاءِ هڪ قسم جو لوهي اوزار، جنهن کي دست پناهہ بہ چئبو آهي. چمٽي سان ٽانڊي کان سواءِ ٻيون شيون بہ ڪٽي سگهجن ٿيون. هي لوهہ جي ٻن ملايل پٽين تي مشتمل هوندو يا هڪ مڙيل پٽيءَ مان ٺهيل هوندو آهي.



هيءُ پنجاب جو عوامي ساز آهي. جيڪو ڊيگهہ ۾ هڪ وال کان ڪجهہ سوايو ٿئي ٿو. چمٽو رڪ جي $1/2$ انچ ڪن ويڪري پٽي (پٽ) وچ ۾ مڙيل ٿئي. هن جا هڪ کان وڌيڪ سُر وڄڻ وقت تال ۾ ڏاڍي سونهن پيدا ڪندا آهن. هي ساز ٻنهي هٿن سان وڄائبو آهي. هن جي ٻنهي مڙيل پٽين کي ملائڻ سان 'باڄ' ٿيندي آهي، ۽ ڊِر ڏيڻ سان ٻانهون الڳ ٿيو وڃن. چيو وڃي ٿو تہ هي ساز خانہ بدوشن جي ايجاد آهي. اُهي سياري ۾ پڙاءُ دوران مچ ۾ چمٽي سان ٽانڊا سيريندا هئا. ٽانڊي سان پٽين ٽڪرائڻ سان آواز پيدا ٿيندو هو. اتان هن ساز جي ايجاد ٿي. پوءِ هن جي ڌاتو، ماپن ۽ وڄائڻ ۾ ترقي ٿي. پوئين وڪڙ ۾ ڦاٿل ڪڙو بہ سر توڙي لئي ۾ وارو جهلائي. ڪاريگر هن ۾ ٽڪا ۽ ٽوڙا بہ ڪين. دلير مهدي، عالم لوهار، عارف لوهار هن ساز جا پلا وڄائڻ وارا ليکيا وڃن ٿا. عام طرح پنجاب جا اڪثر لوڪ هن ساز کي استعمال ڪن ٿا.

**چمپا** (Plumeria/Temple Tree): چمپا هڪ سدا بهار ٻوٽو آهي، جنهن کي چنپئو، چنپيو، سن، چمپڪ وغيره بہ سڏيو وڃي ٿو. هن جا گل خوشبودار ۽ خوبصورت ٿيندا آهن. هن جا گل نارنگي رنگ جا ٿيندا آهن. هن ٻوٽي جون ڪائيون اڇيون ٿينديون آهن. هن جا گُل دِل کي فرحت ۽ سرور بخشيندا آهن. انهن مان عطر بہ ڪڍيو ويندو آهي. چمپا جا ڇوڏا واري جي تپ لاءِ سفوف طور ڪتب آندا وڃن ٿا ۽ هن جا گونج پاڻيءَ ۾ پُسائي، اکين جي بيماريءَ لاءِ

استعمال ڪرائيندا آهن. هن جي پاڙ ڦَٽَن ۽ ڦُرن تي لڳائڻ سان آرام اچي وڃي ٿو.

چمپا جا پنج قسم ٿين ٿا: (1) 'پونءِ چمپا'، (2) 'ناگ چمپا'، (3) 'سلطان چمپا'، (4) 'هار چمپا' ۽ (5) [illegible]



انگريزيءَ ۾ چمپا کي 'پلوميريا' چوندا آهن. سترهين صديءَ جي مشهور ماهر حيات چارلس چمپا ۽ ٻين گلن ۽ ٻوٽن تي نمايان ڪم ڪيو هو. فرانس ۾ چمپا مان 'چمپا پرفيم' ٺاهي وڃي ٿي. چمپا ڏکڻ ۽ ڏکڻ اوڀر ايشيا جو مشهور ٻوٽو آهي. هندستاني ۽ ملائي قديم ادب ۾ چمپا جو ڪارج اهو بيان ڪيو ويو آهي ته ان جي پنن جي خوشبوءِ سان جن ڀوت ڀڄي ويندا آهن. چمپا جا گل هندن ۽ ٻڌن جي مندرن ۽ وهارن ۾ مذهبي رسمن ادا ڪرڻ لاءِ ڪم ايندا آهن. چمپا جي گل ۾ رنگ، خوبصورتي ۽ هيڪار ٽي خوبيون آهن، پر عجب آهي هن تي ماکيءَ جون مکيون نه ويهنديون آهن.

**چَمپا ڪَلي** (ڳهه): ڳچيءَ ۾ پائڻ لاءِ هڪ قسم جو ڳهه يا هار، جنهن ۾ چمپا جي گل وانگر پنج پنکڙيون ٿينديون آهن، ان کي 'چمپا ڪلي' چئبو آهي.

**چمپڪ** (Champac) (وڻ): چمپڪ چين ۽ هندستان جي هماليائي خطي ۾ ٿيندڙ هڪ سدابهار وڻ آهي، جيڪو 8005 فوٽن جي بلنديءَ تي ٿيندو آهي. هي وڻ نهايت خوبصورت پنن وارو آهي. چمپڪ جي ڊيگهه چاليهن کان ستر فوٽن تائين ٿئي ٿي.



هن جو هلڪو سائو ڪاٺ پائيدار ٿئي ٿو جنهن مان اڪثر فرنيچر ٺاهيو وڃي ٿو. ٻوڌي ڪاريگر اڪثر هن کي ٻڌ جون مورتيون ٺاهڻ لاءِ خانقاهن ۾ رسان لڳائيندا آهن. هن جي گلن مان حاصل ٿيندڙ تيل کي 'چمپڪا' چوندا آهن، جيڪو پرفيوم ٺاهڻ جي ڪم به ايندو آهي.

**چَمچو**: چمچو اسٽيل، ٽامي ۽ لوهه مان ٺهيل هڪ اوزار آهي، جيڪو کاڌي کائڻ ۾ ڪتب اچي ٿو ۽ وڏو چمچو ڀاڄي ۽ چانور رڌڻ ۽ ونڊڻ جي ڪم ايندو آهي. ننڍو چمچو چانهه، رب، آئيس ڪريم کائڻ لاءِ ڪم ايندو آهي.



اصطلاحي معنيٰ ۾ ڪنهن جو آڳو پيڇو ڪرڻ، بيجا خوش آمد ڪرڻ واري شخص کي به 'چمچو' سڏيو ويندو آهي.

**چمڙو**[1]: تعلقي شهداد پور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خليفو دوست محمد ڏاهري، امام الدين ڏاهري، عبدالقادر سنجراڻي، اميد علي ڏاهري، محمد عمر انڙ، عمر ڏاهري ڳوٺ، مانڌل ڏاهري، حاجي عبدالحميد، حاجي علي محمد سهتو، غلام مصطفيٰ بروهي، ڪامل عمراڻي، بهادر ڏاهري، ڊاڪٽر محمد انور، شهباز خان سنجراڻي، ڪامل عمراڻي، بهادر ڏاهري، ڊاڪٽر محمد انور، شهباز خان سنجراڻي، محمد پريل لاشاري، بروهي ۽ عمراڻي ڳوٺ ۽ شير دل مگسي.

**چمڙو**[2]: جانورن جي کلن کي ڇُن وغيره هٽي صاف ڪري چمڙو ٺاهيو ويندو آهي، جنهن کي 'ماٽو ڪرڻ' چوندا آهن. ڪنهن به جانور کي ذبح ڪرڻ کان پوءِ سندس لاٿل ۽ سُڪل کل کي مصالحا ۽ پاڻي وجهي (ماٽو ڪري)، ڪجهه ڏينهن تائين ڇڏبو آهي ته چمڙو پچي ويندو آهي. ماٽي ڪرڻ جو اصل مقصد چمڙي مان وارن کي جدا ڪرڻ هوندو آهي ته جيئن ان کي رڱي سگهجي. ماٽو تمام بدبودار ٿيندو آهي. هن ڪِرت سان واڳيل ماڻهو هڪ وڏي مٽ يا ماٽي کي زمين ۾ پورڻ کان اڳ، اُن ۾ گهربل شيون وجهندا آهن. مينهن يا ڍڳي جي سڱ ۾ اڪ جو کير نچوئي، ماٽي ۾ وجهي ۽ مناسب مقدار ۾ لوڻ گڏيندا آهن. پوءِ انهيءَ ڳار ۾ جانور جو لٿل چوڙو (کل) وجهي ماٽو بند ڪندا آهن. تقريباً ماٽو ڏهن ڏينهن تائين زمين ۾ پوريل هوندو آهي. مقرر وقت کان پوءِ ماٽي مان چوڙي کي ڪڍي وهندڙ واهه يا شاخ تي ڪٽي وڃي ڌوئيندا آهن ۽ ڪاٺ جي رنبن سان وار لاهي پوءِ سُڪائيندا آهن. اهڙي ماٽي ڪيل چوڙي کي اڌوڙ چوندا آهن. ان کان پوءِ رنگ ڏبو آهي. رڱڻ لاءِ سُڪل اڌوڙ کي ڪجيءَ جي پنن سان سبي، چوڙي کي ڳوٿريءَ وانگر ڪندا آهن. زمين تي هڪ پَڪو حوض ٺاهيندا آهن. حوض جي ٻنَ پاسن تي به ڪاٺيون کوڙي ۽ ٽين ڪاٺي مٿان ائين رکندا آهن، جيئن لانڍيءَ جي ٿوڻين تي ورو رکبو آهي. ٻٻر جي ڇوڏن سان اڌوڙ کي ڀري، ڳوٿريءَ کي ڪاٺيءَ سان ابتو ٻَڌندا آهن. پوءِ آهستي آهستي حوضن ۾ چوڙي مٿان پاڻي هارڻ شروع ڪندا آهن، ايستائين جو سڄو چوڙو پاڻيءَ ۾ ٻُڏي وڃي. ٻيءَ حالت ۾ اڌ ٻُڏل حصو دڙڳ ڪري بيهندو. رنگ جي حوض ۾ اڌوڙ کي پنجن کان پندرهن ڏينهن تائين رکبو آهي، جنهن بعد اهو اڌوڙ رڱجي ويندو آهي ۽ انهيءَ رڱيل اڌوڙ کي 'چمڙو' چئبو آهي.

چمڙي کي ھين نمونن سان به رڱبو آھي. مثال طور: اوٺيءَ جي کل رڱڻ لاءِ گھڻو ڪري ھير جو چوڏو وجھبو آھي، پر ڪڏھن ڪانھيري جو چوڏو به ڪم آڻيندا آھن. جيڪڏھن اوٺيءَ ۾ ڪير وجھڻو ھوندو آھي ته ساڳيءَ کل ۾ بيرولي ۽ ڏاڙھونءَ جي کل وجھندا آھن ته رجي نرم ٿيو پوي ۽ ان جو رنگ به ھيڊو ٿيو پوي. جيڪڏھن انھيءَ ساڳيءَ کل ۾ گيھ وجھڻو



ھوندو آھي ته منجھس ميندي‌ءَ جا پن ۽ ڪٿور وڻ جو چوڏو وجھندا آھن. وڌيڪ خوشبودار اوٺي بنائڻ لاءِ ڪجور ڪاڙھي، انھيءَ جو رس وجھي، ڳچ ڏينھن رکي ڇڏيندا آھن.

چمڙو آڳاٽي دؤر ۾ پوشاڪ طور به استعمال ٿيندو ھو چمڙي جا ڪمربند ھن دور ۾ به استعمال ٿيندا آھن. خاص ڪري پتلون، پينٽ جا پٽا، ڪيسي وارا ٻٽون ۽ جوتا وغيره چمڙي مان ٺاھيا ويندا آھن.



بائبل ۾ لکيل آھي ته حضرت آدم عليه السلام ۽ بيبي حوا کي الله تعاليٰ چمڙي جا پھراڻ ڍڪايا ھئا. چمڙو جنگ جي سامان ۾ ڍال ۽ تلوار جي مياڻن ٺاھڻ ۾ به ڪم ايندو ھو چمڙي جون ٺھيل پکالون عام استعمال ۾ ايندڙيون ھيون. موچي ۽ ميگھواڙ مينھن جو چمڙو جتين جي تر ۾ ڪم آڻيندا آھن. ڳائي مال جي چمڙي مان بوٽن ۽ سليپرن جا مٿيان حصا، ٻڪريءَ جي چمڙي مان نازڪ سامان، عورتن جا پرس، ٻٽڪون ۽ ڪتابن جا جلد ۽ ٿيلھا وغيره ٺھندا آھن. ڳائي مال جي چمڙي مان جٺڪيٽون ۽ پکالون ٺاھيندا آھن. اٺن جو چمڙو خاص دٻين ٺاھڻ لاءِ ڪم ايندو آھي. ڀھراڙيءَ جا موچي چمڙو عمدي طريقي سان تيار ڪندا آھن ۽ ان تي ريشم جي پرت سان گلڪاريءَ جو ڪم نھايت نفاست سان ڪندا آھن. چمڙي مان گھوڙن جون زينون، ھنا ۽ اٺن جا پاکڙا ۽ دستانا به ٺھندا آھن. ڪوھستان ۾ چمڙي مان تمام گھڻيون شيون ٺاھيون وينديون آھن. جھڙوڪ: پاڻي وجھڻ لاءِ 'اوٺي'، گيھ وجھڻ لاءِ 'ٺِڪ'، ڪير ولوڙڻ ۽ ڏڌ رکڻ لاءِ 'ايزڪ'، ڪير ۽ پاڻيءَ جي 'ڪلي'، سنھي سامان رکڻ ۽ اٽي لاءِ 'ٻَڌي'، پئسن رکڻ لاءِ 'واسائي' ۽ پيرن ۾ پائڻ لاءِ 'پيرڻ' وغيره. اھي سڀ شيون ٻڪرجي کل مان ٺاھيندا آھن، پر ان کي رڱڻ جو طريقو اتي مختلف آھي.

سنڌ ۾ چمڙي رڱڻ جو ڪم گھڻو ڪري ميگھواڙ ۽ ڪولھي ڪندا آھن، پر چمڙي جو استعمال موچي ڪندا آھن. ميگھواڙ ۽ چمار ھن ڪِرت واريون ذاتيون آھن، جن جو ڪم چمڙي کي مختلف نمونن سان استعمال ڪرڻ آھي. اڄڪلھ چمڙي جي صنعت وڏي ترقي ڪئي آھي. پاڪستان ۽ سنڌ ۾ چمڙي جا ڪيترا ڪارخانا قائم آھن، جن ۾ جديد ٽيڪنالاجيءَ ذريعي چمڙي جو سامان تيار ڪيو ويندو آھي.

**چمڙو³**: چمڙو پکي به سڏجي ۽ ٿڻائتو جانور (مماليه) به آھي. پکي ان ڪري، جو ھي پرن سان اُڏامي ٿو ۽ ڪير پياڪ جانور ان ڪري، جو ٻچن کي ٿڃ پياريندو آھي ۽ مماليه جون ھيون سموريون خوبيون ھونديون اٿس. مثلاً: ظاھري ڪن وغيره. چمڙي کي اردوءَ ۾ چمگادڙ، انگريزيءَ ۾ Bat چون. چمڙو اُڏامندو به آھي ته پنھنجن پيرن سان پٽين، ڇتين ۽ لاٽڻ تي تي چنبڙي



بيھندو به آھي ۽ ھوريان ھوريان مٿي کسڪندو ويندو آھي. ڪڏھن پيرن کي ويڙھي، صرف پرن جي وسيلي پنڌ ڪندو آھي. ننڍا چمڙا اڏامڻ ۾ ڦڙت ۽ تيز ھوندا آھن، پر وڏا چمڙا تيزيءَ سان اڏامي نه سگھندا آھن. عام طرح چمڙو ابابيلن وانگر ھڪ سيڪنڊ ۾ ڏھ دفعا پَر ھڻي سگھندو آھي.

چمڙي جي پيرن ۾ ڏھ مضبوط ننھن ھوندا آھن. جن وسيلي ھو ڇت جي پٽين، يا ڪامن ۾ سولائيءَ سان ابتو لٽڪي پوندو آھي ۽ اتي آرام ڪندو آھي. ھن جي پيرن جون مشڪون مضبوط ٿينديون آھن. جڏھن ھو سيخن ۾ لڙڪڻ چاھيندو آھي، تڏھن سندس چنبو ڪلف ڪان به وڌيڪ مضبوط رھندو آھي. اھڙيءَ طرح مٿس ننڊ طاري ٿي ويندي آھي.

چمڙو ڪڏھن به سڌيءَ طرح نه اڏامندو آھي، پر ورن وڪڙن سان فضا جي بلندين ڏانھن رُخ ڪندو آھي. چمڙو تيز حواس رکي ٿو رات جي اونداھين ۾ ڏنگي ڦڏي طريقي سان اڏامڻ ڪري به ھو ڪنھن شيءِ سان ٽَڪر نه کائيندو آھي.

اٽليءَ جي رھاڪو علم حيوانات جي ماھر ايس. ڊلانزاني مشاھدي خاطر ھڪ چمڙي کي جھلي ان جون اکيون ڪڍي ھڪ اھڙي اونداھي ڪمري ۾ ڦِٽو ڪيو جنھن ۾ ڏورين ۽ رسين جون ڪيترين رڪاوٽون ھيون. انڌو چمڙو برابر ھڪ ڪلاڪ ان ڪمري ۾ اڏامندو رھيو پر ڪنھن به رسيءَ سان ھڪ

پيرو به نه ٽڪريو ان ڪري ڊلانزانيءَ اهو خيال قائم ڪيو ته قدرت چمڙي کي ڇهين حِس به عطا ڪئي آهي.

هڪ ٻئي ماهر چمڙي جا ڪن ڪَٽي ڇڏيا، جنهن بعد چمڙو اُڏامي نه سگهيو ۽ پتين سان ٽڪر کائيندو رهيو. 1941ع ۾ ٻن آمريڪين: لي پرسن ۽ آلفين، چمڙي جي اکين ۽ ڪنن کي ڪيميائي دوا سان بي حس ڪري هڪ تجربو ڪيو جنهن مان ثابت ٿيو ته چمڙو اُڏامڻ وقت پنهنجي نڪ يا وات مان پنجاهه ڪان سٺ هزارن تائين ننڍيون لهريون منتشر ڪري ٿو اهي لهرون سندس اڳيان فضا ۾ رڪاوٽن ۽ شين سان ٽڪرجي تيزيءَ سان واپس اچي، چمڙي جي ڪنن سان لڳن ٿيون، جن وسيلي هو پنهنجو رستو سڃاڻي ٿو اهڙي قسم جي ٻڌڻ کي Echolocation چئبو آهي ۽ اها خاصيت سمورن قسمن جي چمڙن ۾ ڏٺي وئي آهي.

چمڙا ٻن قسمن جي ننڊ ڪندا آهن. هڪ گرميءَ جي ننڊ ۽ ٻيءَ سرديءَ جي ننڊ. گرميءَ ۾ جڏهن چمڙي کي بُک لڳندي آهي تڏهن جاڳندو آهي ۽ شڪار جي تلاش ۾ نڪرندو آهي. سرديءَ يا بارش يا طوفان جي حالت ۾ چمڙي کي گهَري ننڊ ۽ بي هوشي طاري ٿي ويندي آهي. جڏهن سندس اک کُلندي آهي، تڏهن ويهن منٽن تائين ان کي ڪا به شيءِ نظر نه ايندي آهي ۽ نه ئي وري اُڏامي سگهندو آهي. سياري ۾ چمڙن جي ننڊ ڇهن مهينن تائين به هلندي آهي.

چمڙو هڪ منٽ ۾ سئو دفعا ساهه کڻي ٿو پر بي هوشيءَ يا ننڊ جي حالت ۾ هو پنجاهه ڪان اسي دفعا ساهه کڻي سگهندو آهي.

چمڙي جي غذا جيت، جيوڙا ۽ عام ٻوٽيون ۽ ڦَل آهن. کاڌي ۽ خوراڪ جي آڌار چمڙن کي هيٺين قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

**جيتن کائڻ وارا چمڙا:** هي چمڙا ننڍي قد جا ٿيندا آهن، هنن جو تعداد ٻين چمڙن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ٿيندو آهي.

**ميوا کائڻ وارا چمڙا:** هي چمڙا گهڻو ڪري جهنگلي ميون تي گذر ڪندا آهن، پر ڪجهه انسان جي کائڻ وارن ميون تي به حملو ڪندا آهن ۽ رات رات ۾ فصل تباهه ڪري ڇڏين.

**گلن کائڻ وارا چمڙا:** هي چمڙا گل کائيندا ۽ گلن جو رس چوسيندا آهن. هي قد جا تمام ننڍا هوندا آهن ۽ هنن جو مٿو ڇنبيدار ۽ زبان جون پڇڙيون برش وانگر هونديون آهن.

**رت پياڪ چمڙا:** هن قسم جا چمڙا پنهنجي شڪار تي ان مهل حملو ڪندا آهن، جڏهن اهو ننڊ ۾ هوندو آهي. هي پهرين شڪار جي بدن ۾ سوراخ ڪندا آهن ۽ پوءِ ان جو رت پيئندا آهن. هنن جي پيدا ڪيل زخم ۾ بيماريون پيدا ٿينديون آهن ۽ جانور مري ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڇتاٽپ وارو Rabies وائرس به پکڙبو آهي.

**گوشت خور چمڙا:** هنن چمڙن جو گذران ننڍن پکين، سُرڻن ۽ ڏيڏرن وغيره تي هوندو آهي.

**مڇي کائيندڙ چمڙا:** هي چمڙا پاڻيءَ مٿان اڏامندي پنهنجي پيرن سان مڇي جهلي کائيندا آهن. هنن جا پير طاقتور هوندا آهن ۽ انهن جي پڇڙين ۾ هُڪ (Hook) وانگر چنبا هوندا آهن. چمڙو پنهنجي غذا کي آهستي چهاڙي کائيندو آهي. اهي چمڙا جيڪي گاهه ۽ گل کائيندا آهن، رات جو ميڙ جي صورت ۾ ساوڻ وڻن تي وڃي ويهندا آهن. ۽ صبح تائين ان جا سڀ پن ۽ گل ختم ڪري ڇڏيندا آهن. جيڪي چمڙا گلن جي رس تي گذر ڪندا آهن، تن جي زبان وڏي ۽ نوڪدار ٿيندي آهي. ڪن ملڪن ۾ 30 سينٽي ميٽرن واري زبان وارا چمڙا به ڏٺا ويا آهن.

دنيا ۾ اج تائين 432 قسمن جا چمڙا ڏٺا ويا آهن، جن مان سڀ کان وڌيڪ خطرناڪ 'خوني چمڙو' آهي، جو آمريڪا ۽ پئسفڪ سمنڊ جي ٻيٽن تي رهي ٿو عام طرح چمڙا غارن، قِلن ۽ ويران جڳهن ۽ کوهن ۾ رهندا آهن. ڪن ٿورن قسمن کانسواءِ ٻيا اڪثر قسمن جا چمڙا ٽولن ۾ رهڻ يا اڏامڻ پسند ڪندا آهن. چمڙو رات جو اڏامي سگهي ٿو پر ڏينهن جو بلڪل انڌو هوندو آهي ۽ سج جي روشنيءَ ۾ ڏسي نه سگهندو آهي. اڪثر گهٽائيءَ ۾ وڻن ۾ لٽڪيا پيا هوندا آهن. چمڙي جي مادي 44 ڪان 64 ڏينهن تائين حمل ترسائي ٿي. سرديءَ وارن ڏينهن ۾ 100 ڏينهن تائين به حمل ترسي ٿو هر مادي سال ۾ هڪ ٻچوڙئي ٿي. چمڙن جا ڪجهه قسم هيٺ ڏجن ٿا:

**وڏن ڪَنن وارو ناسي چمڙو** (east Pipistrelle/ *Pipistrellus tenuis*): هن ننڍڙي بت واري چمڙن جي پٺي گهري ناسي، پيٽ هلڪو ناسي ۽ ڪَن وڏا ۽ ويڪرا ٿين ٿا. هي چمڙا ڏرڙن، وڻين ۽ گهرن ۾ پراڻن سوئچ بوردن ۽ ڳڙڪن ۾ رهندا آهن. هي شام جو ٻاهر نڪرندا آهن ۽ صبح جو اڪثر پنهنجي رهائش واري هنڌن تي لِڪي ويندا آهن. هن چمڙي جي مادي جيتن جي شڪار مهل پاڻ سان ٻچا به کڻي نڪري ٿي. ڪيئي چمڙا گڏجي آرام ڪندا آهن.



**ميوي خور، لومڙي نما چمڙو:** (IndianFlyingfox /*Pteropus giganteus*): هيءُ چمڙي جو هڪ قسم آهي، جيڪو ٻين عام چمڙن جي ڀيٽ ۾ وڏو ٿئي ٿو هيءُ قد بت ۾ عام ڪانوجيترو ٿيندو آهي. هن جا پَر ڪارا ۽ ڪَن لسا ٿيندا آهن. هن چمڙي جو دوناڙ لومڙيءَ جهڙو آهي، جنهنڪري هن کي 'اڏامندڙ لومڙي' به چوندا آهن. هن جي مٿي ۽ ڪنڌ وٽ ادرڪي رنگ جا ڳاڙها ٻَج ٿيندا آهن. هن جي پُٺيءَ جي مٿئين حصي تي ٿلهو هيڊيو ناسي پٽو ۽ هيٺئين حصي تي ذري گهٽ صفا ڪاري ٻَج هوندي آهي. هن چمڙي جي پَرن جي پکيڙ 116 ڪان 134 سينٽي ميٽر (64 ڪان 53 انچ) ٿيندي آهي. هن چمڙي جي آڱوٺي جي ماپ 6.5 سينٽي ميٽر



هوندي آهي، جڏهن تہ پَرن جي هيٺي پور تي هيو چنبو هوندو اٿس. هيءَ وزن ۾ لڳ ڀڳ 60 گرام ٿئي ٿو.

لومڙيءَ جي شڪل وارا هي چمڙا ڪليل ماحول ۾ وڻن وٽن تي ابتو لڙڪي رهڻ پسند ڪندا آهن. هي ڏڏ رهڻ دوران ڏاڍو شور ڪندا رهندا آهن ۽ ائين محسوس ٿيندو آهي جڻ پاڻ ۾ تڪرار اٿن. هنن مان هر ڪو وڻ جي مٿئين حصي تي آرام ڪرڻ چاهيندو آهي. ان ڪري پاڻ ۾ وڙهندا رهندا آهن. اونهاري ۾ بهتر خطن ڏانهن لڏپلاڻ ڪن ٿا. عام طور سياري جي موسم ۾ گدامڙي، پپر ۽ ٻڙ جي وڻ تي رهڻ کي ترجيح ڏيندا آهن.

هي چمڙو سنڌ جي ڪيرٿرجبل سميت سڄي پاڪستان ۾ ٿئي ٿو. هن چمڙي گذريل ڪجهہ سالن کان سنڌ جي ميداني علائقن جو رخ ڪيو آهي، جنهنڪري ميون جا باغائي هن چمڙي جي حملن کان پريشان هوندا آهن ۽ ان کي منهن ڏيڻ جون ترڪيبون ڳوليندا آهن. هي چمڙا شام جي وقت ميويدار باغن تي حملو ڪندا آهن ۽ باک ڦُٽيءَ مهل واپس ٿيندا آهن. اهڙن باغن جي کوج ۾ 15 کان 30 ڪلوميٽرن جي پرواز بہ ڪندا آهن. اُڏامندڙ لومڙي ميوي جي وڻ تي هڪ چنبو ڪُپائي لڙڪي پوندي آهي ۽ ٻئي چنبي سان ميوو جهلي وڏا وڏا ٽُڪر ڪري کائيندي آهي.

هي چمڙو مارچ اپريل ڌاري افزائش نسل ڪندو آهي. حڪيم هن چمڙي جي ڪل مان ڪُشتا ٺاهيندا آهن.

**چمڙي** (Skin): چمڙي انسان جي جسم جو وڏي ۾ وڏو عضوو آهي. چمڙي لچڪيدار ڌاڳن (Fibro Elastic) جي هڪ وڏي مضبوط چهہ (Membrane) جي ٺهيل آهي. چمڙي انسان جي جسم کي پيرن جي ننهن کان وٺي مٿي جي چوٽيءَ تائين ويڙهي بہ ٿي ۽ اندرين ٻاهرن عضون جي حفاظت جو ذريعو بہ آهي. چمڙي انسان جي سونهن سوڀيا جو ڏيک بہ ڏئي ٿي ۽ ڪيترن بيمارين جي سڃاڻپ جي علامت بہ بڻجي ٿي.

**(الف) چمڙيءَ جي بناوت** (Structure of Skin): چمڙيءَ جي بناوت ڪيترن ننڍن ۽ وڏن عضون تي ٻڌل آهي: جن ۾ **چمڙيءَ جو مٿيون تهہ** (Epidermis)، **هيٺيون تهہ** (Dermis)، **اُڀار نما ننڍڙيون ڳوڙهيون** (Papillae)، **چربي** (Subcutaneous)، **رت جون ناڙيون** (Blood Vessels)، **مختلف قسمن جا غدود** (Glands)، **وار** (Hairs) ۽ **ننهن** (Nails) اچي وڃن ٿا. هيٺ انهن تي پيرائتي روشني وجهجي ٿي:

1. **چمڙيءَ جو مٿيون تهہ Epidermis (Cuticle, Cuticula)**: هي چمڙيءَ جي مٿاچري وارو ٻاهريون تهہ (Epithelial Layer) آهي، جيڪو هڪ ٻئي مٿان ڪيترن سٽيل تهن (پردن: Stratified Epithelium) تي ٻڌل آهي، جيڪي تهہ پنهنجي ٿولهہ جي حساب سان جسم جي مختلف حصن ۾ ڪٿي سنها تہ ڪٿي وڌيڪ ٿلها ٿين ٿا، جيئن هٿن جي ترين جي مٿاچري ۽ پيرن جي ترين وارو تهہ (ڪل) جسم جي ٻين عضون جي مٿئين تهہ کان وڌيڪ ٿلهو ۽ ڪجهہ سخت ٿئي ٿو. هي مٿيون تهہ ڪيترن جيو گهرڙن (Cells) تي ٻڌل آهي. هيءَ وري ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ مٿي اڀرندڙ تهہ جنهن کي (Germinative) چئبو آهي، ٻيو سگهڻ جهڙو اپريل ٿلهو تهہ، جنهن کي(Thick Horny Layer) چئبو آهي.

2. **چمڙيءَ جو هيٺيون تهہ** (Dermis Corium, Cutis Vera): چمڙيءَ جو هي (هيٺيون) تهہ وڏي اهميت ۽ خاصيت وارو آهي. هن تهہ جي ٿولهہ 1.69 کان 2.27 ملي ميٽر هوندي آهي. هي تهہ سخت پر لچڪيدار آهي ۽ اڇي رنگ جي ڌاڳن واري (White Fibrous) ڳنڍيندڙ اوجن (Conncective Tissues) جو ٺهيل آهي. چمڙيءَ جي هن تهہ مان چمڙيءَ جا ٻيا ڪيترا حصا (عضوا) اڀرن ٿا، جيئن اڀارنما ننڍڙيون ڳوڙهيون، رت جون ٻنهي قسمن جون ناڙيون (نسون ۽ رڳون)، پگهر جا غدود ۽ انهن جون ناڙيون ۽ وارن جون پاڙون وغيره اچي وڃن ٿا.



انساني چمڙي ۽ اُن جي بناوت

چمڙيءَ جو هي هيٺيون تهہ لچڪيدار هئڻ جي باوجود هن تهہ کي وڌيڪ ڇڪ اچي تہ ڇُڙڪي پوندو آهي ۽ ٻيهر واپس مڙي پنهنجي اصلي صورت ۾ نہ ٻيهندو آهي. اهوئي سبب آهي جو ويم دوران جڏهن پيٽ جي چمڙيءَ جي هن تهہ کي حد کان وڌيڪ ڇڪ ايندي آهي تہ هن تهہ جي لچڪ ختم ٿي ويندي آهي، ان ڪري ٻار جي ڄڻڻ کان پوءِ پيٽ جي ڪل هر پيري وڌيڪ ڇڙڪي پوندي آهي ۽ پيٽ هر پيري اڳ کان وڌيڪ لڙڪي ٻاهر نڪري ايندو آهي.

3. **اڀارنما ننڍڙيون ڳوڙهيون** (Papillae): هي چمڙيءَ جون اڀارنما ڳوڙهيون چمڙيءَ جي هيٺين تهہ مان اڀري چمڙيءَ جي مٿين تهہ ڏي اينديون آهن. هڪ نوجوان جسم ۾ لڳ ڀڳ ڏيڍ ڪروڙ ڳوڙهيون ٿين ٿيون. هي ڳوڙهيون ٻنهي قسمن جي رت جي ناڙين (نسن ۽ رڳن) سان جڙيل آهن. جڏهن هي اڀارنما ڳوڙهيون چمڙيءَ ڏانهن مٿي اڃن ٿيون تہ مٿئين تهہ جي هيٺان مٿان پکڙجي وڃن ٿيون. ڪٿي هي ڳوڙهيون نرم، ڪٿي سخت تہ وري ڪٿي سخت لڪيرن جي شڪل ۾ ظاهر ٿين ٿيون: جيئن هٿن جي آڱرين ۽ آڱوٺن جي چوٽيءَ تي سخت لڪيرن جي شڪل وٺي ٻيهنديون آهن. هي لڪيرون هر هڪ انسان جي آڱوٺن ۾ مختلف شڪل جون هونديون آهن. انهن لڪيرن جي نشان جي آڌار تي پوليس يا جرميات شعبي (Crimnology Department) جا ماهر يا جاچ ڪندڙ عملو ڏوهي ماڻهوءَ جي سڃاڻپ ڪندو آهي.

4. **چربي ٺاهيندڙ غدود** (Sebaceous Gland): چربي ٺاهيندڙ غدود گهُگهيءَ جي شڪل (Flask Shape) جا ٿيندا آهن. هي غدود پنهنجي خاص قسم جي چربي (sebum) جي پاڙن وارين ٿيلهين (Hair Follicles) ۾ خارج ڪندا آهن. هونئن تہ هي غدود ماڻهوءَ جي جسم جي سڄي چمڙيءَ ۾ پکڙيل هوندا آهن.

سواءِ هٿن پيرن جي ترين جي، جتي هي غدود نہ ٿيندا آهن. پر سڄي جسم ڪل ۾ هي غدود ڪيپرائيءَ جي ڪل، منهن، نڪ، وات ۽ ڪنن جي ٻاهران چوڌاري، بغل ۽ نريءَ ۾ وڏ ۾ وڏ گهڻي تعداد ۾ ٿيندا آهن. هن سٽ جي ڪري خاص طور مٿي جا وار نرم، سهڻا، گهاٽا ۽ چلڪندڙ ٿيندا آهن. ان کان سواءِ هن سٽ جي خارج ٿيڻ سان هڪ طرف چمڙي جيتن ۽ جيوڙن جي زهريلي اثر ۽ پڪريز کان بچي ويندي آهي تہ ٻئي طرف خشڪ ٿي بچي ويندي آهي.

جوانيءَ ۾ هي سٽ پنهنجو فعل وڌائي ڇڏيندو آهي، ٻاروتڻ ۾ هن جو فعل جوانيءَ کان گهٽ گهٽ هوندو آهي، پر جڏهن پيري ايندي آهي، تہ عمر جي حساب سان پنهنجو ڪم گهٽائيندو ويندو آهي. اهوئي ڪارڻ آهي جو جوانيءَ ۾ جڏهن هن سٽ جو فعل عروج تي هوندو آهي تہ ماڻهو جي مٿي جا وار تہ گهاٽا، سهڻا ۽ چلڪندڙ ٿيندا آهن، پر ماڻهوءَ جو چهرو بہ چمڪدار، سهڻو سوڀيا ۽ ڪشش وارو ٿيندو آهي. پيريءَ ۾ سٽ پنهنجو فعل گهٽ يا بند ڪري ڇڏيندو آهي تہ نتيجي طور ماڻهوءَ جا وار ڇڻي ويندا آهن ۽ انهن مان چمڪ گهٽ ٿي ويندي آهي.

1. **رت جون ناڙيون (Blood Vessels)**: رت جي ناڙين جو چمڙيءَ جي مٿين تهہ جي هيٺان وارن نلين (Capillaries) جو هڪ وڏو ڄار (Papillaes)، پگهر جي غدودن، چربيءَ وارن غدودن، وارن جي پاڙن ۾ موجود ٿيلهين Follicles ۽ چمڙي جي هيٺين تهہ کي رت پهچائي ٿو. ٻار اڃا پنجن مهينن جو ڳڀ Embryo هوندو آهي تہ رت جون ناڙيون نهڻ شروع ٿينديون آهن. جيڪي هڪ اندازي مطابق ٻار جي جوانيءَ تائين وڌي هڪ چورس انچ ۾ لڳ ڀڳ 2685 ٿين ٿيون. هڪ ناڙيءَ جي ڊيگهہ هڪ انچ جي چوٿين حصي جيتري ٿئي ٿي. انهن سيني ناڙين جي ڊيگهہ هڪ بالغ ماڻهو ۾ 12 ڪلوميٽرن کان بہ وڌيڪ ٿئي ٿي. رت جون ناڙيون چمڙيءَ جي مٿين تهہ (Epidermis) ۾ نہ ٿينديون آهن.

2. **حِس دار خابرو تنتن جون پڇڙيون (Sensory Nerve Endings)**: دماغ کان نڪرندڙ خابرون تنتن جون پڇڙيون (Endings) چمڙيءَ جي هيٺين تهہ (Dermis) ۾ گهڻي مقدار ۾ پکڙيل آهن. انهن خابرو تنتن ذريعي دماغ ڏانهن ڇُهاءُ، دٻاءُ، سور، سردي ۽ گرميءَ جو احساس پهچندو آهي.

3. **پگهر جا غدود (Sweat Glands)**: پگهر جا غدود سڄي چمڙيءَ ۾ پکڙيل آهن، پر انهن جي گهاٽائي هٿن ۽ پيرن جي ترين جي چمڙيءَ ۽ ڪڇ جي چمڙيءَ ۾ گهڻي ٿيندي آهي. پگهر جا غدود چربيءَ وارن تهن (پردن) مان ٺهيل آهن، جيڪي چربيءَ جي اوجن (Sebaceous Tissues) سان جڙيل هوندا آهن. هنن مان ڪجهہ غدودن جون پڇڙيون چمڙيءَ جي مٿين تهہ جي سوراخن (Pores) تائين اينديون آهن ۽ ڪجهہ غدودن جون پڇڙيون وارن جي ٿيلهين جي پاڙ تائين اينديون آهن. هنن غدودن مان جيڪي بغل ۾ ٿين ٿا، انهن مان هڪ خاص قسم جي پاٽيٽ ڇُڙندي آهي، جنهنڪري ماڻهوءَ جي بغلن ۾ بدبوءِ گهٽ ٿيندي آهي، پر اهي بغل وارا غدود درست ڪم نہ ڪن ۽ انهن ۾ ڪنهن خاص قسم جي ابتري پيدا ٿئي تہ بغل جي پگهر مان ڪني ڇٽ ايندي آهي، جنهن کي عام ٻوليءَ ۾ بغل جو نزلو چيو ويندو آهي.

4. **وار (Hairs)**: چربيءَ وارن اوجن/ وارن جي ٿيلهين (Hair Follicles) جي هيٺان گهڻي مقدار ۾ خاص قسم جا جيو گهرڙا (Cells) ٿين ٿا، جن کي Bulb چئبو آهي ۽ اهي جيوگهرڙا وار ٺاهيندا آهن ۽ جيئن جيئن هي جيوگهرڙا وار ٺاهيندا آهن تہ اهي وار پنهنجي خوراڪ جي نتيجي ۾ اوسر (واڌ ويجهہ) ڪري مٿي چمڙيءَ تي اڀري ايندا آهن. ياد رهي تہ وارن جو رنگ هڪ خاص مادي Melanin مان جڙندو آهي؛ جنهن جو گهڻو واسطو رنگ ۽ نسل سان Genetically هوندو آهي.

5. **ننهن (Nails)**: انسان جي ننهن جانورن جي کُر ۽ پکين جي چنبن جي ننهن جو ڪارج هڪ ئي آهي. ننهن هٿن پيرن جي آڱرين جي چوٽين کي مضبوط بڻائين ٿا. پکين ۾ ننهن تہ خوراڪ حاصل ڪرڻ جو ذريعو آهن. ماڻهوءَ ۾ ننهن جي پاڙ چمڙيءَ ۾ ڪتل ۽ چمڙيءَ جي مٿين تهہ (Cuticle) سان ڍڪيل هوندي آهي. ننهن چمڙيءَ جي مٿين تهہ (Epidermis) جي ڦٽندڙ حصي (Germinative Zone) مان ٺهي ٻاهر نڪرندا آهن. پيرن جي ننهن جي مقابلي ۾ هٿن جا ننهن تمام تکڙا وڌندا آهن ۽ سرديءَ جي موسم جي مقابلي ۾ گرميءَ جي موسم ۾ وڌيڪ هوندا آهن.

**چمڙيءَ جو فعل (Function of Skin)**: انساني جسم ۾ چمڙيءَ جا هڪ ئي وقت ڪيترا ڪم آهن. چمڙي جسم جي اندرين ۽ ٻاهرين گرمي پد تي ضابطو آڻي ٿي، سردي ۽ گرميءَ کي انساني جسم لاءِ گهربل مقدار ۾ هڪ ڪرو ڪري ٿي، جسم جي اندرين توڙي ٻاهرين عضون جي حفاظت ڪري ٿي، جسم ۾ پاڻيءَ جي کوٽ ٿيڻ نہ ڏيندي آهي. جسم ۾ اندر ڪيترن زهريلن ۽ فضول مادن کي يا تہ چُهي (Absorb/ Phygocyte) وجي ٿي يا ڪين پگهر جي ذريعي جسم کان ٻاهر ڪڍي ٿي، تنهن کان سواءِ جسم جو حسي (حرڪي) نظام برقرار رکي ٿي ۽ جسم اندر وٽامن ڊي ٺاهڻ جو بہ ذريعو آهي.

**جسم ۾ گرميءَ جو پد برقرار رکڻ (Regulation of body Temprature)**: چمڙي انسان جي جسم جي گرميءَ جي قدرتي پد (36.8) کي برقرار رکي ٿي. چمڙي پنهنجي ٻئي عمل هيٺ هڪ Vasodilation ۽ ٻيو Vaso Constriction ذريعي گرميءَ جي پد کي جسم ۾ برقرار رکڻ جو عمل ڪري ٿي، جيڪو فعل چمڙيءَ جي مٿين تهہ (Epidermis) ۾ ٿئي ٿو چمڙي پنهنجي هن فعل ذريعي هيٺين طريقن سان گرميءَ جي پد کي جسم ۾ هڪ ڪرو (36.8) ڪري برقرار رکي ٿي:

1. **پگهر (Sweat)**: پگهر جسم مان واڌو گرميءَ کي خارج ڪرڻ جو وڏو ذريعو آهي. هڪ اندازي مطابق پگهر وارا غدود روزانو لڳ ڀڳ جسم مان 2000 ملي ليٽر تائين پگهر خارج ڪن ٿا.

2. **تحليل ٿيڻ (Evaporation)**: گهڻي مقدار ۾ جسم جي واڌو گرمي جسم مان اندران آلاڻ/ نمي (Moisture) بڻجي جسم جي مٿاڇري تي اچي خارج ٿيندي آهي.

پگهر جي غدودن جي فعل سان ئي جسم جي اندر جي واڌو گرمي ۽ جسم جي مختلف تهن مان جسم جو گندو پاڻي چمڙيءَ کان ٻاهر نڪرندو آهي. هنن غدودن جي ڪري ماڻهوءَ جي جسم جي گرميءَ جو پد برقرار رهندو آهي.

3. **گرميءَ جو پسرڻ (پکڙجڻ)** (Conduction): ڪيترن ڪپڙن پاڻ سان جسم جي واڌو گرمي انهن ۾ جذب ٿي ويندي آهي. جهڙوڪ: اڇي ۽ سائي رنگ جا ڪپڙا، ململ يا ڪاڌي وغيره جا ڪپڙا.

(ب) Vaso Constriction: چمڙي هن فعل هيٺ ٻئو ڪم ڪندي آهي. هڪ ته جسم جي اندر عضون جي ڪم ڪرڻ، چرپر ۽ رت جي دوري دوران، يا بيماريءَ جي نتيجي ۾ جيڪا اضافي گرمي پيدا ٿيندي آهي ته ان کي ڦڦڙن ذريعي، ڪاڪوس ۽ پيشاب جي ذريعي خارج ڪندي آهي. ان جو ٻيو فعل هي آهي ته وقت ضرورت (سرديءَ جي حالت يا ڪنهن ٻئي سبب ڪري) گرميءَ کي جسم ۾ جذب ڪري گرميءَ جي قدرتي مقرر پد (36.8) جو پورائو ڪري ٿي.

چمڙيءَ ڪانسواءِ ڪرنگهو spine به چمڙيءَ جي مدد سان گرميءَ جي پد کي قائم رکندو آهي. اهوئي سبب آهي ته جڏهن دماغ جي واڌو گرميءَ جي ڪري نڪهري (Epistaxis) ايندي آهي ته ڪرنگهي تي ڪنڌ واري جاءِ وٽ ٿڌي پاڻيءَ جي لاٽ ڪرڻ سان نڪهري بند ٿي ويندي آهي.

2. **عضون جو بچاءُ** (Protection of Organs): انساني اندرين عضون جي بچاءُ واري نظام جو فعل چمڙيءَ جي ٻنهي تهن جي ذمي آهي. مٿين ته جي فطري خاصيت جي ڪري هي ته ٿلهو هئڻ ڪري ان اندر ڪنهن ٻاهرين شيءِ کي داخل ٿيڻ کان جهلڻ (Impermeability) جي خاصيت ۽ گهڻن سٽيل تهن (Stratified Epithelium) جي ڪري اندرين عضون کي نقصان کان بچائين ٿا؛ چمڙيءَ جو مٿيون ته انهن خاصيتن جي ڪري زهريلن جيوڙن کي چمڙيءَ ۾ اندر داخل ٿيڻ نه ٿو ڏئي. نه ٻاهرئين پاڻيءَ کي جسم ۾ اندر داخل ٿيڻ ڏئي ٿو چمڙيءَ جو مٿيون ته پنهنجي هن خاصيت ڪري پاڻي نه ڇهندڙ Water Proof وارو ڪم ڏئي ٿو.

اهڙيءَ طرح چمڙيءَ جو هيٺيون ته (Dermis Corium) سخت ۽ لچڪيدار هئڻ ۽ چربي وارن اوجن ۽ ڪيترن ڌاڳيدار اوجن جي ڪري به جسم جي مشڪن، رڳن ۽ رت جي ناڙين کي ڪنهن ٻاهرين ڌڪ لڳڻ ۽ زخم اچڻ کان بچائي ٿو. ان کان سواءِ چمڙيءَ جي وڏي ۾ وڏي بچاءُ واري خاصيت اها آهي ته مٿي تي گهٽي کان گهٽا وار پيدا ٿيڻ ڪري مٿي جي کل ۽ کيپرائيءَ جو وڌ ۾ وڌ بچاءُ ٿئي ٿو جيڪو ڪم چربي پيدا ڪرڻ وارا اوجا چربيءَ واري لعاب (سٽيپ: Sebum) جي ڪري ڪري سگهندا آهن.

4. **حس وارو (خابرو) فعل** (Sensoury Function): چمڙي دماغ سان ٻارهن خاص تنتي سرشتن جي ٽن تنتي سرشتن هڪ حسي (خابرو) تنتي سرشتي جي تنتن (Sensory Nerves)، ٻيو حرڪي تنتي سرشتي جي تنتن (Motor Nerves) ۽ ٽيون گڏيل تنتي سرشتي جي تنتن (Mixed Nerves) وسيلي ڳنڍيل آهي. اهوئي سبب اهي ته چمڙيءَ ۾ ڇهڻ، ٿڌ، گرمي ۽ سور جي احساس جو وڏو ۽ تڪڙو نظام جڙيل آهي. چمڙيءَ ۾ لاتعداد اهڙيون حسي (خابرو) جايون (Sensory Spots) موجود آهن، جيڪي مٿين تنهي قسم جي تنتي پڇڙين (Nerve Endings) جي ذريعي دماغ سان ڳنڍيل آهن. جيڪي دماغ کي ڇهڻ، ٿڌ، گرميءَ ۽ سور جي احساس جو اطلاع ڏينديون به آهن ۽ واپسيءَ ۾ دماغ کان گهربل بچاءُ وغيره جون هدايتون وٺنديون رهنديون آهن.

5. **وٽامن ڊي جي صلاحيت جو ڪم** (Vitamin D): وٽامن ڊي جا مکيه ٽي قسم آهن. هڪ قدرتي وٽامن ڊي (Natural Vitamin D) ٻيو وٽامن D2 (Calciferol) ۽ ٽيون وٽامن D3 (Irradiated Ergosteral). قدرتي وٽامن ڊي کي چمڙي سج جي روشني ۽ ٻين هٽرادو روشنين مان حاصل ڪندي آهي. مڙيءَ ۾ هڪ مادو 'Dehydrocholestrol' ٿئي ٿو جيڪو هن مادي کي مڇي، مڇيءَ جي تيل، بيدي ۽ مکڻ مان قوت بخشي ٿو قدرتي طرح سج جي روشني (گرمي) اس ۾ ڪم ڪار ڪندڙماڻهن (مزدورن، ڪڙمين ۽ ڪاسبين) ۾ وٽان ڊي جو مقدار چاڻوَ ۾ ڪم ڪندڙن. ٿڌن ڪمرن ۽ ايئر ڪنڊيشن ۾ رهندڙن ۽ سمهندڙن ماڻهن کان وڌيڪ ٿئي ٿو ڪيلشيم گرميءَ جو ترياق (توڙ: Antidote) آهي، جيڪو اس ۾ ڪم ڪندڙن ۾ وڌيڪ ٿئي ٿو.

وٽامن ڊي ۽ ڪيلشيم جي گڏيل ڪارڪردگيءَ جي ڪري انساني جسم جي هڏن جي واڌ ويجهه ٿئي ٿي ۽ قوت ملي ٿي. جن ٻارن ۾ ٻنهي عنصرن جي گهٽتائي آهي (خاص ڪري وٽامن ڊي جي ته انهن ٻارن جي جسم جا هڏا ڪمزور، پرٽا ٿيندا آهن. وٽامن ڊيءَ جي گهٽتائي ڪري ننڍن ٻارن کي هڏن جي سوڪهڙي جي بيماري (Rickets) به ٿي پوندي آهي ۽ ڪيلشيم جي گهٽتائي ڪري ڪيترن ٻارن جا هڏا ڪمزور، نرم ٿي ويندا ۽ گهٽي زور اچڻ تي مڙي يا ٽٽي پوندا آهن. ٻارن جي سيني جو هڏو ٻاهر نڪري ايندو آهي، جنهن کي ڪبوتر واري ڇاتي (Pigeon Chest) چئبو آهي ۽ ائين ڪرنگهي جي هڏي نرم ۽ ڪمزور هجڻ ڪري مڙي (چٻي) ويندي آهي، جنهن کي ميڊيڪل سائنس ۾ 'Curvature of Spine' چيو ويندو آهي. ڪيلشيم جي گهٽتائيءَ ڪري ٻارن جا ڏند دير سان ڄمندا يا ٽيڏا ڄمندا آهن. يا انهن کي ماڪوڙي جلدي لڳندي آهي. وڏن ماڻهن ۾ هڏن جي جڳ مشهور بيماري هڏن جو سور (Osteo Arthrific) ٿيندي آهي. عورتن ۾ سنڌن ۽ چيلهه جو سور (ڪرنگهي جي هڏيءَ جي ڪمزوريءَ ڪري) ۽ عورتن ۾ ويم ڪانپوءِ هڏن جي پرڻ (ٽٽڻ) جي بيماري (Osteoprosis) جام ٿئي ٿي.




**چمڙي جا واپاري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور مزاحيه ليکڪ نور عباسيءَ جي مزاحيه ڪالمن ۽ مضمونن جو مجموعو آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 74 صفحا آهن ۽ قيمت هڪ رپيو پنجاهه پئسا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي ادبي سنگت نوابشاهه، اسلاميه پريس حيدرآباد مان سال 1964ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو.

**چمڪندڙ گوهر** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب فقير هدايت علي 'تارڪ' نجفي جو لکيل آهي، جيڪو بو علي قلندر جي مثنويءَ جو منظوم سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي. فقير هدايت علي هيءُ ڪتاب مارچ 1932ع ۾ لکيو جيڪو تارڪ مطبوعات گهوٽڪي 1964ع ۾ ڇپرايو.

**چمن** [1]: هن نالي سان هڪ ڳوٺ ۽ ديهه ضلعي شڪارپور جي تعلقي لکي ۾ موجود آهي، جنهن ۾ 648 ماڻهو رهندڙ آهن. هتي مسجد ۽ اسڪول پڻ موجود آهن.

**چمن**² (شهر): چمن شهر بلوچستان جي ضلعي قلعه عبدالله جو هيڊڪوارٽر آهي، جيڪو افغان بارڊر وٽ ڏکڻ ۾ واقع آهي ۽ بارڊر جي هن پار بولدڪ شهر لڳو لڳ اٿس. جيڪو قنڌار صوبي جو ننڍڙو شهر آهي. چمن شهر جي آبادي هڪ لک کان وڌيڪ ٿيندي، هتي هندو به وڏي انگ ۾ آباد آهن. چمن ۾ ريلوي اسٽيشن به آهي، جتي ڪوئيٽا کان ايندڙ مسافر اچن وڃن ٿا. 2008ع ۾ هن ريلوي ٽريڪ کي افغانستان تائين وڌائڻ جو منصوبو ٺاهيو ويو، هيءُ شهر افغانستان کان ڪراچيءَ تائين واپار جي مَد ۾ دروازي جي حيثيت رکي ٿو اڄڪلهه هيءُ شهر اتحادي فوجن (NATO) جي سامان جي رسد جو ذريعو به آهي. ڪوئيٽا کان 120 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. هي شهر باغن جي حوالي سان به مشهور آهي. خاص ڪري هتان جا انگور، ڪشمش، بادام، انجير ۽ صوف سڄي پاڪستان جي شهرن ۾ موڪليا ويندا آهن. چمن انگورن جو شهر به سڏيو وڃي ٿو اهي انگور ريلن ۽ ويگنن ذريعي برف ۾ ڍڪي ممبئي، مدراس ۽ ڪلڪتي به اماڻيا ويندا هئا. اهي چمن جا 'موتيا' سڏبا هئا. چمن ۾ ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا الڳ الڳ اسڪول ۽ ڊگري ڪاليج قائم آهي. هي شهر افغانستان، ايران ۽ وچ ايشيا جي ملڪن سان تجارت جو ذريعو آهي.




**چمن پور** (ديهه): تعلقي خانپور ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چمن سک پور، رحيم داد شر ۽ ڪوٽ شاهو.

**چمني**¹: سرن پچائڻ جي هڪ خاص قسم جي ڀٺي، جنهن ۾ دونهين ڪڍڻ لاءِ اوچو تودو ٺاهيو ويندو آهي. ڪارخانن ۾ به دونهين جي نيڪال لاءِ ڀٺي وارين چمنين جي نموني جهڙيون چمنيون ٺهيل هوندون آهن، اهوئي سبب آهي، جو گذريل زماني ۾ گهڻن ڪارخانن وارن شهرن کي چوندا ٿي 'چمنين جو شهر' هئا.



**چمني**²: پتري لوهه مان ٺهيل هڪ خاص قسم جي بتي آهي، جنهن ۾ گاسليٽ وجهي، تيلي ڏئي گهر ۾ روشني ڪبي آهي. چمنيءَ جو گول ڍڪر به ادائي انچ ويڪرو ٿيندو آهي. هن ۾ سٽ جي گول وٽ وڌي ويندي آهي. چمنيءَ ۾ پاسي کان جهلڻ لاءِ هڪ ڪنڊو ٺاهيو ويندو آهي. چمنيءَ کي بنا شيشي جي ننڍڙي وٽ واري بتي به چيو وڃي ٿو.

**چمني**³: آڳاٽي وقت ۾ يورپ ۽ آمريڪا وغيره جي سرد علائقن ۾ گهرن ۾ بخارا ٺاهيا ويندا هئا، جن ۾ باهه ٻرندي هئي ۽ انهن جو دونهون مٿي ڪلندڙ چمنين مان خارج ڪيو ويندو هو انهيءَ طريقي سان سنڌ ۾ به آڳاٽي وقت ۾ گهرن جي اڏاوت ۾ چمنيون رکيون وينديون هيون. جن کي بخارا به چوندا هئا، پر هاڻي بجليءَ ۽ گئس تي هلندڙ هيٽر اچڻ کان پوءِ انهن جو رواج ختم ٿيندو وڃي. هاڻي صرف ڏيکاءُ لاءِ بخارا ۽ چمنيون ٺاهيون وينديون آهن.

**چموٽي**: چموٽي چرخي جو هڪ پرزو ٿيندو آهي، جيڪو چرخي جي ٽڪ کي مضبوطيءَ سان جهليندو آهي ۽ ٽڪ کي ڦرڻ ۾ مدد ڪندو آهي. هي چرخي جو خاص اوزار آهي، جنهن کان سواءِ چرخو مڪمل نه ٿي سگهندو آهي.

**چُن**: چن قدرتي پٿر آهي، جنهن جو سائنسي نالو ڪاربونيٽ (Corbonate) آهي، جنهن ۾ اڪثر مٽي مليل هوندي آهي. سنگِ مرمر ۽ چاڪ به چن جا قسم آهن. جن ۾ ڪئلشيم ڪاربونيٽ کان سواءِ ٻيون شيون نه هونديون آهن. چن جو رنگ سفيد هوندو آهي. گاڏڙ چن جي پٿر ۾ ڪئلشيم ڪاربونيٽ کان سواءِ ٻيون شيون مٽي، واري ۽ لوهه جا ذرا پڻ مليل هوندا آهن. جنهن ڪري پٿر جا رنگ مختلف ٿيندا آهن. چن کي گرم ڪبو ته ڪئلشيم ڪاربونيٽ کان ڪاربونڪ ايسڊ خارج ٿيندو آهي ۽ رڳو ڪئلشيم آڪسائيڊ رهجي ويندا آهن. هن کي اڻ وسايل چن (Unslaked Lime) چئجي ٿو هن قسم جي چن تي پاڻي وجهڻ سان اهو رجهڻ لڳندو آهي. جنهن مان گرمي خارج ٿيندي آهي ۽ پوءِ اٽو ٻڌجي ويندو آهي. ان صورت کي ڪئلشيم هائيڊرو آڪسائيڊ چئجي ٿو.



چن جو پٿر جابلو ڪاٽين مان وڏن ڇَڪن (ٽڪرن) جي صورت ۾ ملندو آهي، اهي دراصل چمڪندڙ لسي مٽيءَ جون سخت پٽيون ٿينديون آهن. ڪاٽين مان ملندڙ چن ٻن قسمن جو ٿئي ٿو هڪڙو ڍگهن ٿهن وارين پٽين جي صورت ۾ ۽ ٻيو ٿهن وارن پٽرن جي صورت ۾ پٽرن واري چمڪندڙ قسم جي چن ۾ مٽيءَ جو حصو وڌيڪ ٿئي ٿو ۽ ان کي ساڙڻ سان چن حاصل ٿئي ٿو ٻئي قسم جا پٽر وڏن وڏن ڳنڍن جي شڪل ۾ ٿين ٿا. سنڌ ۾ ڪاٽين مان چن جو پٽر ڪڍي، ان جي ٽڪرن کي ساڙي اڇي رنگ جا ڳنڍا ٺاهيندا آهن، جيڪي پاڻيءَ ۾ ڳري سگهندا آهن. چن کي حڪيم آني جي اڇاڻ سان ملائي وهندڙ رت واري هنڌ تي رت بيهارڻ لاءِ رکندا آهن. سرڪي ۾ ملائي پيشانيءَ تي رکڻ سان نڪهير جو رت بند ٿي ويندو آهي. ساوڻ ڏاٽڻ (ڪوتمير) جي پاڻيءَ سان ملائي سوڄ ۽ سور واريءَ جاءِ تي رکبو آهي ته فائدو ڪندو آهي. چن کي پاڻيءَ ۾ پسائي زُلال وٺي، زلال ۾ ترن جو تيل ملائي باهه جي سڙيل عضوي تي بروقت رکڻ سان فائدو ٿيندو آهي.

**چَنا**[1]: چنا، سنڌ جو هڪ قديم قبيلو آهن. صدين کان سنڌ ۾ هڪ چوڻي عام آهي ته:

سنڌ سمون، ڪاڇي چنو پٽي جيسلمير،
چوڙون ياءُ چغدو، جنهن جوا ڳڻ مٽي پير

ان مان هن قبيلي جي قدامت ظاهر آهي. چنا ايامن کان سنڌ جي ڪاڇي واري علائقي ۾ رهن ٿا. چنا سماٽ قبيلو آهن ۽ موجوده دادو، لاڙڪاڻي، نوابشاه ۽ ڄامشوري ضلعن ۾ اڪثريت سان آباد آهن. چچ نامه موجب 712ع ۾ جڏهن محمد بن قاسم سنڌ تي حملو ڪيو هو ته ان وقت چنا قبيلي وارا ڪاڪا راڄ ۾ رهندا هئا. سندن حڪمران ڪاڪو پٽ وڪيو هو سندن مرڪز سيوهڻ هو ابتدا ۾ معرڪي جو ارادو ڪيائون، پر پوءِ محمد بن قاسم سان صلح ڪري اسلام قبول ڪيائون. ان طرح چنا قبيلو ان دور جي اوائلي مسلمانن ۾ شمار ٿئي ٿو موجوده دؤر ۾ هن قبيلي جا فرد جديد تعليم سان روشناس آهي ۽ سنڌ ۾ هن قبيلي ۾ ڪيترا اهم فرد پيدا ٿيا آهن، جن ۾ عبدالله چنا، زينت عبدالله چنا، پروفيسر محبوب علي چنا، جسٽس زيڊ. اي. چنا، محترمه آمنه خميساڻي، علي محمد چنا، ڪريم بخش چنا ۽ ٻيا شامل آهن.

**چَنا**[2]: تعلقي جوهي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ستور ڳوٺ، آڏو جمالي، سڪيو چنو شورا، پير بخش جمالي، پنهور ڳوٺ، مياڻي ڳوٺ، آڏو روڊناڻي ۽ رحيم ماڇي.

- تعلقي سيوهڻ شريف ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: ڪچو واهڻ، ٻچل چنا، پڪا چنا، بهرام کٽوهڙ، لعل بخش جتوئي، دلاور جتوئي، پنجوتا ۽ مياڻي.
- تعلقي ٺل جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: چنا عبدالله، رسالدار، ولايت علي چنو، وارث ڏنو پٽي ۽ محبوب چنو

**چناب ندي** (Chunab River): هيءَ ندي پنجاب جي پنجن ندين مان هڪ اهم ندي آهي، جيڪي سنڌو نديءَ جون شاخون (Tributaries) آهن. جيڪا هماليه جبلن جي سلسلي مان نڪري ٿي. چناب جو مطلب 'چن' = چنڊ، ۽



'آب' = پاڻي آهي. هيءَ ندي ڀارت جي هماچل پرديش رياست جي ضلعي لاهل ۽ اسپتي کان شروع ٿئي ٿي. جتي هن کي 'چندر ڀاڳا' چيو وڃي ٿو هيءَ ندي جمون ۽ ڪشمير مان گذرندي جڏهن پاڪستان ۾ پهچي ٿي ته هن جي ويڪر وڌي وڃي ٿي. هن نديءَ جو پاڻي پاڪستان ۾ 'سنڌو طاس معاهدي' (Inuds Water Treaty) جي شرطن تحت پهچي ٿو. تريمون (ضلعو جهنگ، پنجاب) وٽ هن سان جهلم نديءَ به ملي ٿي. اڳتي هلي راوِي ۽ ستلج نديون به هن سان ملن ٿيون. چناب جي ڊيگهه تقريباً 950 ميل آهي. مرالہ ۽ انڪيءَ واري هنڌ آبپاشيءَ لاءِ هن تي به بند ٺاهيا ويا آهن. جتان به واهه کڍيا ويا آهن. هڪ لوئر چناب واهه ۽ ٻيو اپر چناب واهه. انهن ٻنهي واهن جي پاڻيءَ مان لکين ايڪڙ زمين آباد ٿئي ٿي. پنجاب جو مشهور رومانوي داستان 'سهڻي مهيوال' به هن نديءَ سان لاڳاپيل چيو وڃي ٿو سنڌ ۽ پنجاب جي قصن ۾ درياهن ۽ ناٺن جو فرق آهي.

**چنا، حاجي عمر الدين**: مولانا حاجي عمرالدين چنو هڪ عالم ٿي گذريو آهي، جيڪو ڳوٺ ابراهيم چني، تعلقي کڪڙ ضلعي دادوءَ جو ويٺل هو 1288ھ ۾ ڳوٺ فيروز شاهه ۾ مولانا خير محمد ۽ بعد ۾ سندس فرزند مولانا عطاءُ الله ۽ مولوي محمد آگري وٽ تعليم حاصل ڪيائين. علم جي تحصيل عمرڪوٽ ۽ رتي ڪوٽ جي مدرسن ۾ پڙهايائين. سندس مشهور شاگردن ۾ مولوي محمد آڙهوتو مولوي محمد يعقوب هنگورجو مولوي عبدالحڪيم پنهور، مولوي نجم الدين مهر ۽ مولوي عبيدالله مشهور آهن. رتي ڪوٽ ۾ ڪافي عرصو پنهنجو مدرسو قائم ڪري پڙهائيندو رهيو ۽ ان سان گڏ عام طالبن کي هر جمعي تي وعظ ۽ نصيحت به ڪندو هو.

مولانا عمرالدين چني، 16 ربيع الاول 1374ھ/ 13 نومبر 1959ع تي وفات ڪئي.

**چنار**: چنار هڪ قسم جو وڻ آهي، جنهن جي گل کي به 'چنار' چئجي ٿو هن جو لاطيني نالو Platanus Hispanica آهي. گهاٽي ڇانوَ وارو هيءُ وڻ ايشيا ۽ يونان ۾ ٿئي ٿو هن جا پن انساني چنبي وانگر پنجن حصن ۾ ورهايل هوندا



آهن، جن جو رنگ گهرو سائو ۽ چمڪدار هوندو آهي. عبراني ٻوليءَ ۾ هن وڻ جو نالو 'ارمون' آهي. جنهن جي معنيٰ آهي 'چوڏا لاهي ڪل مٿائڻ وارو/اگهاڙو وڻ'، چو ته هر سال هن وڻ جي کل لهندي آهي ۽ اندران اڇي رنگ جي صاف کل ظاهر ٿيندي آهي. پاڪستان ۾ مري، نٿياگلي ۽ ڪوهستان جا علائقا چنار جي وڻن سان ڀرپور آهن.

**چنا، راهي**: ناميارو اديب، مرحوم چنا راهي، 6 جنوري 1950ع تي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو هيءُ ڇهن سالن جو ٻار هو ته سندس پيءُ گذاري ويو. پيءُ جي وفات بعد غربت سبب هُن نانڍپڻ ۾ چڻا وڪڻڻ شروع ڪيا، تغاري کڻي مزدوري ڪئي ۽ جوهيءَ جي چوڪن تي بوٽ پالش ڪيا. ڏکن جي ڏوليءَ

۾ پليل هن شخص جي زندگيءَ ۾ پهرين تبديلي سندس ننڍپڻ دوست ڊاڪٽر عبيدالله عباسيءَ آندي، جنهن کيس اڳتي وڌڻ ۾ مدد ڪئي ۽ اتساهه بخشيو. جنهنڪري هن تعليم جاري رکي ۽ سندس مدد سان 1971ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ جي انسٽيٽيوٽ آف ڪيمسٽريءَ ۾ ليب اسسٽنٽ مقرر ٿيو هيءُ هميشه پنهنجي ماءُ سان مخاطب ٿي لکندو هو ۽ ڪائنس دعائون طلب ڪندو هو. کيس پنهنجي اباڻي شهر جوهيءَ سان به ڏاڍو پيار هوندو هو. هُن گهر واريءَ جي وڇوڙي کان پوءِ سڀ شوق ڇڏي، يتيم اولاد جي مستقبل لاءِ پتوڙيو. هُن ’بزم ادب، دادو‘ پاران 1965ع ڌاري ٿيل هڪ مشاعري ۾ حصو ورتو. اتان ئي هن باقاعدي لکڻ جي شروعات ڪئي. سنڌي ادبي سنگت جوهي ۽ سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ جي باني ميمبرن مان هو سنڌي ادبي سنگت شاخ جوهيءَ جو پهريون سيڪريٽري هو ۽ سنڌ يونيورسٽي ڪالوني برانچ جو ٽي سال سيڪريٽري، ٻه سال خزانچي، ڏهه سال ڪاروباري ڪاميٽي جو ميمبر ۽ ٻه سال ڪائونسلر به رهيو. آخري وقت ۾ بيمار هئڻ باوجود سنڌي ادبي سنگت جي مرڪزي چونڊن ۾ نه هلي سگهڻ واري صورتحال ۾ به حاضر ٿيو هيءُ هميشه چوندو هو، ”شاعري ڪرڻ ايڏو ڏکيو ڪم نه آهي، پر اصل ۾ شاعري کي صحيح آدرشي دڳ لائڻ ڏکيو ڪم آهي“.



هن 16 فيبروري 1997ع تي وفات ڪئي. پنهنجي حياتيءَ ۾ علامه آءِ آءِ قاضيءَ جي پيرانديءَ ۾ دفنائڻ لاءِ وصيت ڪئي هئي، جيڪا پوري نه ٿي سگهي; ۽ کيس ريلوي اسٽيشن ڄام شوري واري قبرستان ۾ رکيو ويو. سندس ڊائري ۽ شاعريءَ تي مشتمل ٻه ڪتاب تاج جويي ترتيب ڏنا آهن، جيڪي اڃا ڇپجي نه سگهيا آهن.

**چنا، زينت:** ليکڪا زينت بيگم، 4 جنوري 1919ع ڌاري سيوهڻ ضلعي دادوءَ ۾ محمد صالح چنا جي گهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم مقامي سطح تي ورتائين. بعد ۾ امڙ جي خواهش تي ٽريننگ ڪاليج، حيدرآباد ۾ پڙهي. جتان امتحان سٺن نمبرن ۾ پاس ڪرڻ تي کيس ماستريءَ جو آرڊر ڏيئي، ٽلٽيءَ جي گرلز اسڪول ۾ مقرر ڪيو ويو. ان بعد ترقي ڪندي، هوءَ سيوهڻ جي گرلز اسڪول ۾ هيڊ مسٽريس طور فرض نڀايا ۽ مسلمان توڙي هندو ڇوڪرين کي تعليم جو چاهه ڏياريو. زينت چنا لکڻ جو آغاز نوجوانيءَ ۾ ئي ڪيو. پهربان پنهنجي نالي بجاءِ ’شبنم‘ نالي سان مضمون لکي، اخبارن ۽ رسالن کي ڏيندي رهي. اڳتي هلي هيءَ سٺي ڪهاڻيڪاره ۽ مضمون نويس طور مشهور ٿي. صحافت سان به سندس تعلق رهيو. عبدالله خان چنا سان شادي ٿيس. ڪيترا مقالا، مضمون ۽ فيچر به لکيائين. ماهوار رسالي ’مارئيءَ‘ جي ڪافي سالن تائين ايڊيٽر رهي. سندس تصنيف يادگار لطيف (1958ع) لطيفيات جي موضوع تي ترتيب ڏنل آهي. هن 12 جولاءِ 1974ع تي وفات ڪئي.



**چنا، سليم:** مشهور شاعر ۽ اديب، سليم چنا، 5 اپريل 1954ع تي نجم الدين چنا پاٽائيءَ جي گهر ۾ حيدرآباد ۾ جنم ورتو. 1979ع ۾ بي. اي ڪئي ۽ 2003ع ۾ ايم. اي (سنڌي ادب) ڪيائين. هن ٽائيپ رائيٽنگ، ڊسپينسري، ايڪسري ٽيڪنيشن، سوائل واٽر گريول اناليز ليبارٽري ’ڊرپ‘ لطيف آباد آفيس ۾ انگريزن سان گڏ ڪيو اڪائونٽنگ ۽ آڊيٽنگ سميت مختلف ڪورس به ڪيا. ننڍپڻ کان مختلف ملازمتون ڪندو رهيو 1975ع ۾ ڪجهه مهينا داروغو رهيو مختلف ڊاڪٽرن وٽ ڊسپينسر طور به ڪم ڪيائين. 1984ع ۾ کيس ڪسٽم، سيلز ٽيڪس ۽ فيڊرل ايڪسائيز پوليس ۾ ڪسٽم انسپيڪٽر جي نوڪري ملي. هن وقت اتي ڊپٽي سپريڊينٽ آهي. سليم چنا ننڍپڻ کان لکڻ جي شروعات ڪئي. شاگرد سياست توڙي ادبي تنظيمن سان وابسته رهيو آهي. هن شاعريءَ کان سواءِ مضمون، ڪهاڻيون، مقالا، جيون ڪٿائون، شخصي پروفائيل، اکين ڏٺا احوال، صحافت ۽ ناولن تي به طبع آزمائي ڪئي آهي. ڪجهه مهينا نامياري شاعر نياز همايونيءَ جي رهنمائيءَ هيٺ مرڪزي اردو بورڊ جي لائبريريءَ، حيدرآباد ۾ ڪلارڪ تي به ڪم ڪيائين ۽ 70ع واري ڏهاڪي کان اُتي ٿيندڙ سنڌي ادبي سنگت جي هفتيوار گڏجاڻين ۾ پنهنجون نڪور تخليقون پيش ڪيائين. ملازمت دوران ڪائنس شعر جي اصلاح ورتائين. سليم چنا سماجي ڪمن ڪارين ۾ اڳيرو رهيو آهي. هن اسٽيج اداڪار طور به پنهنجي صلاحيتن جو استعمال ڪيو آهي. کيس ڪيترين تنظيمن طرفان اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ڏنا ويا آهن.



سليم چنا جاڪوڙي ۽ ساده مزاج اديب آهي. هن پنهنجا سڀ ڪتاب پنهنجي خرچ تي شايع ڪرايا آهن. ساڃهه وند دوستن ۽ لائبررين کي سوکڙيءَ طور مفت ڏيندو آهي. سنڌي ادبي سنگت جو ميمبر ۽ حيدرآباد شاخ جو ٻه دفعا سيڪريٽري ۽ ڪيترائي ڀيرا عهديدار به رهيو آهي.

سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾: (1) سچ منهنجي هٿن ۾ (ڪهاڻيون: 1995ع)، (2) زندگي (ڪهاڻيون: 1996ع)، (3) روشني (ڪهاڻيون: 1997ع)، (4) صحرا جو چنڊ (ڪهاڻيون: 1998ع)، (5) آواره آواز (شاعري: 1999ع)، (6) اڌورا خواب (ڪهاڻيون: 2005ع)، (7) سحر (ناول: 2007ع)، (8) برسات (ناول: 2008ع)، (9) گم ٿيل ماڻهو (ناول: 2009ع)، (10) ڪيت خواب جهڙا (ناول: 2009ع)، (11) نيڻ نهار (وايون: 2009ع)، (12) قيدي پکي (نثري نظم: 2010ع)، (13) سنڌوءَ ڪناري (نثري نظم: 2010ع)، (14) اسين اڃا سوچيون ويٺا (نثري نظم: 2010ع)، (15) ڏاها منهنجي ڏيهه جا (جيون ڪٿائون، خاڪا، تعارف: 2010ع)، (16) آسماني ستارو (شاعري، ڪهاڻيون، تبصرا: 2011ع)، (17) شينهن بنا ٻيلو (ڪهاڻيون: 2011ع) شامل آهن.

**چنا، شبيران:** سنڌ جي مشهور اداڪارا شبيران چنا، 15 جنوري 1958ع تي لاڙڪاڻي شهر ۾ پيدا ٿي. سندس پيءَ جو نالو شاهنواز چنو آهي. هن جي تعليم انٽر آهي، جيڪا لاڙڪاڻي ۾ حاصل ڪيائين. هيءَ 32 سال پرائمري

استاد رهي، جنهن ۾ ٽي سال لاڙڪاڻي ۾ ۽ 29 سال ڪراچيءَ ۾ نوڪري ڪيائين. فن جي دنيا ۾ 1987ع ۾ آئي. سندس پهريون سولو بلي ’چوڏو‘ هو. جنهن جو پروڊيوسر بيدل مسرور هو. هن لڳ ڀڳ 500 ڊرامن ۾ ڪم ڪيو آهي.



سندس مشهور ڊرامن ۾: ’سوال‘، ’ڪونج‘، ’ڳاڙهي‘، ’زنجيرون‘، ’پٿر دنيا‘، ’نصيب‘، ’رواج‘، ’قسمت‘، ’روڳ‘ ۽ ٻيا شامل آهن. سندس اداڪاريءَ جو انداز بلڪل منفرد آهي. ڪردار جي ادائگيءَ دوران هيءَ ان ۾ ايتري تہ ٻڏي ويندي آهي، جو ڪٿي بہ مصنوعيت جو گمان نہ ٿيندو آهي. ڪيس ڪردار ۾ حقيقت جو رنگ ڀرڻ جو ڀرپور ڏانءُ آهي. پوريءَ سنڌ ۾ سندس اداڪاريءَ کي پسند ڪيو وڃي ٿو ۽ ماڻهو ڪيس اصل نالي بجاءِ ڊرامي واري نالي سان ياد ڪن ٿا. جيئن ’خيران‘، ’مرادان‘ وغيره. سندس ڪافي ڊائيلاگ بہ مشهور آهن. جيئن: ”خيران جي سر جو خير هجي“ وغيره.

شبيران چنا ڪافي فلمن ۾ بہ ڪم ڪيو آهي. جن ۾: ’سنڌو ڪناري‘، ’پوتي ۽ پڳ‘، ’نصيب‘، ’خيران ڊاڙيل‘، ’خيران جو بدلو‘ ۽ ٻيون شامل آهن. هن 2005ع ۾ عمري جي سعادت بہ حاصل ڪئي آهي. سندس مڙس جو نالو محمد حسين آهي، جيڪو پوليس کاتي ۾ ملازم آهي. ڪيس اولاد ۾ پنج نياڻيون: عاليہ چنا، ناديہ حسين، ساديہ حسين، شازيہ حسين ۽ تانيہ حسن آهن. عاليہ چنا پڻ ٽي. وي جي مشهور ۽ ناليواري اداڪار آهي. جيڪا ڪافي ڊرامن ۾ ڪم ڪري چڪي آهي. شبيران چنا کي ٽي پٽ: ’نويد حسين‘، سجاد حسين ۽ جواد حسين‘ آهن. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**چنا، شبير ’ناز‘**: سنڌيءَ ٻوليءَ جي مشهور شاعر، اديب، ناٽڪ نويس شبير احمد ناز ولد مولوي عبدالستار چني جو جنم 20 جون 1936ع تي شڪارپور ۾ ٿيو. هن پرائمري تعليم شڪارپور جي هاٿي در محلي جي پرائمري اسڪول مان حاصل ڪئي. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور مان ڪرڻ کان پوءِ وڌيڪ تعليم سي. ايند ايس ڪاليج مان حاصل ڪئي. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ هن پنهنجي عملي زندگيءَ جو شروعات فاريسٽ ڊپارٽمينٽ ۾ فاريسٽ آفيسر طور ڪئي، ان کان پوءِ ’پاڪستان ٽيليويزن ڪارپوريشن‘ ۾



پروڊيوسر جي عهدي تي فائز ٿيو ۽ ان ئي عهدي تان رٽائر ڪيائين. هن تعليم حاصل ڪرڻ دوران لکڻ جي شروعات ڪئي. سندس مضمون ۽ افسانا ڪاليج جي ميگزين ’پام‘ ۾ شايع ٿيندا رهيا. چنا شبير ماهوار رسالي ’نئين زندگي‘ ۽ ٽماهي ’مهراڻ‘ ۾ گهڻو لکندو رهيو. سندس شايع ٿيل ناٽڪ ادب ۾ وڏي اهميت جا حامل آهن. جن ۾: (1) ’دريا خان‘، (1965ع)، (2) ’سجا سيج پلنگ‘ (1967ع)، (3) ’دلين ديپ جلايا‘ (1973ع)، (4) ’دلڙي ڪشل‘، (5) ’راز‘ ۽ (6) ’رمندا بادل‘ (1974ع) شايع ٿيل آهن. سندس مشهور ناٽڪ ’دريا خان‘ ڪراچي يونيورسٽيءَ جي سنڌي نصاب ۾ بہ شامل آهي.

شبير چنا ’ناز‘، 3 جولاءِ 2007ع تي وفات ڪئي.

**چنا، عبدالله**: مشهور سنڌ دوست ڪامورو. عبدالله چنا، 23 مئي 1902ع تي پاٽ، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ ۾ ورتائين. جنهن بعد نوشهري فيروز مدرسي ۾ انگريزي پڙهڻ ويٺو. هوشيار ۽ ذهين هجڻ سبب سندس اڌ في معاف ڪئي وئي. انگريزيءَ جا



چار درجا پڙهي، 1918ع ۾ ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسة الاسلام ۾ تعليم حاصل ڪرڻ آيو. جتان 1921ع ۾ مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. 1921ع ۾ وڌيڪ پڙهڻ لاءِ عليگڙهہ يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيو. جتان 1925ع ۾ بي. اي ڪيائين ۽ 1927ع ۾ مختيارڪار ٿيو. بعد ۾ روينيو کاتي، نوابشاهہ ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر مقرر ٿيو. جنهن بعد مختيارڪار ٿيو. 1938ع ۾ جڏهن پير الاهي بخش روينيو جو وزير هو. تہ عبدالله چنا، سندس پرائيويٽ سيڪريٽري ٿيو ۽ 1939ع ۾ سنڌ جي وزيراعظم (Prime Minister) مير بنده علي خان جو پرائيويٽ سيڪريٽري ٿيو. 1942ع ۾ عبدالله چنا، لاهور ۾ سول ڊفينس ڪاليج ۾ هوائي جهازن جي بچاءَ جو آفيسر اول مقرر ٿيو. ان کان پوءِ ڪوٽڙيءَ ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ هوائي جهازن جو آفيسر ٿي رهيو. 1945ع ۾ ڪيس ڪورٽ آف وارڊس جو اسسٽنٽ مئنيجر بنايو ويو. عبدالله چني، 1948ع ۾ سنڌ لا ڪاليج جو بنياد وڌو. جنهن ۾ روينيو جا قانون پڙهائيندو هو. ڪيترا سال ڪاليج جي بورڊ جو چيئرمئن پڻ رهيو. 1955ع ۾ جيڪب آباد جو ڪليڪٽر رهيو. ان بعد سيڪريٽريٽ ۾ روينيو کاتي جو ڊپٽي سيڪريٽري، تعليم کاتي جو سيڪريٽري رهيو. ان کان سواءِ ڪجهہ عرصي لاءِ لوڪل سيلف گورنمينٽ ۽ صحت کاتي ۾ بہ رهيو. 1956ع ۾ حيدرآباد جو ڪليڪٽر ۽ 1957ع ۾ خيرپور جو ڪليڪٽر رهيو. 16 آگسٽ 1957ع تي رٽائر ڪيائين. ان کان پوءِ عبدالله چنا کي 1960ع ۾ حيدرآباد ميونسپالٽيءَ جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو. جنهن دوران راڻي باغ ۾ ٻارن جي تفريح لاءِ جانور رکرايائين. عبدالله چنا، حيدرآباد ۾ گدوءَ ويجهو هڪ هاءِ اسڪول تعمير ڪرايائين ۽ نياز اسٽيڊيم جو بنياد وڌائين. حيدرآباد جو اوپن ايئر ٿيٽر بہ عبدالله چنا جي محنتن جو نتيجو آهي. 1962ع ۾ ميونسپالٽيءَ جي عهدي تان استعيفا ڏنائين. جنهن بعد 1963ع ۽ 1964ع ۾ ڪيس سنڌ يونيورسٽيءَ جو اعزازي ايڊمنسٽريٽر مقرر ڪيو ويو.

جڏهن مارچ ۽ اپريل 1965ع ۾ هندستان سان پاڪستان جي رڻ ڪڇ جي مسئلي تي جنگ ٿي تہ هندستان ٿرپارڪر ضلعي جي تعلقي ڇاڇري جي ڪجهہ ٽيڻ تي قبضو ڪري ويو. پاڪستان جي اعتراض تي ان مسئلي جي حل لاءِ جنيوا ٽريبونل قائم ٿيو. جنهن جو صدر سوئيڊن جو چيف جسٽس هو. هندستان يوگوسلاويہ جي هڪ رڪن نصرالله انتظام کي پنهنجو مشير مقرر ڪيو. ٻنهي ڌرين پنهنجا ڪيس تيار ڪيا، جنيوا ۾ ڪارروائي ٿي. پاڪستان طرفان خانصاحب عبدالله چنا ڪيس جا ڪاغذ تيار ڪيا ۽ مدد لاءِ پاڪستان حڪومت کان قانوندان گهُريا. منظور قادر حڪومت طرفان مقرر ٿيو. جنهن پنهنجي مدد لاءِ هڪ اسسٽنٽ منتخب ڪيو اُن تي عبدالله چنا

سرڪار کي لکيو ته هن جي خواهش آهي ته ڪنهن اهڙي قانوندان کي مقرر ڪيو وڃي، جيڪو سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافيءَ جي مڪمل ڄاڻ رکندو هجي ته جيئن جتي به حوالن جي ضرورت پوي ته اهي حوالا ڏنا وڃن. اُن ڏس ۾ عبدالله چنا مشهور قانوندان منظور قادر جي مسلسل مدد ڪئي. اُن ۾ هن نامور استاد ۽ تاريخدان رائچند رائوڙ جي ڪتاب 'تاريخ ريگستان' ۾ موجود معلومات ڪم آندي. ڇهه مهينا ڪيس هليو جنهن جو فيصلي لکڻ ۾ اٺ مهينا لڳايا ۽ 1000 صفحن تي فيصلو لکيو ويو جنهن ۾ ڄاڻايو ويو ته رڻ ڪڇ سرسبز علائقو جيڪو سنڌ سان گڏوگڏ هلي ٿو اهو پاڪستان جو آهي. هن ڪيس کي کٽڻ ۾ عبدالله چنا جو ڪردار تاريخ وساري نه سگهندي.

1974ع ۾ سرڪار کيس فيڊرل لئنڊ ڪميشن جو ميمبر مقرر ڪيو 1979ع ۾ عبدالله چنا کي لوڪل گورنمينٽ جي قانون ناهڻ لاءِ ڪميشن جو ميمبر ٿيڻ جي آڇ ٿي، پر هن اُها آڇ قبول نه ڪئي. هن 1989ع ڌاري حيدرآباد ۾ وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه قاسم آباد، فيز-I جي قبرستان ۾ آهي.

**چنا، گل محمد:** مشهور اديب گل محمد ولد محمد عمر چنا، 3 اپريل 1937ع تي نوابشاهه شهر ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم غريب آباد اسڪول مان حاصل ڪري، مئٽرڪ ايڇ. ايم. خواجه هاءِ اسڪول مان



ڏنائين. شاگرديءَ واري دؤر ۾ 'ادا' مئگزين جاري ڪيائين. ايڇ. ايم. خواجه کيس گهڻو پائيندو هو اُڪتي هلي ايڇ. ايم. خواجه اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو. اسڪول ۾ پڙهائڻ دوران هن ڪيترن غريب شاگردن کي ڪتاب ۽ ڪپڙا وٺي ڏنا. 1962ع ڌاري بئنڪ ۾ نوڪري لاءِ امتحان ڏنائين، جنهن ۾ پاس ٿي بئنڪ ۾ ملازم مقرر ٿيو نوڪريءَ دوران تقريباً سڄي سنڌ جي شهرن ۾ سندس بدلي ٿيندي رهي. 1974ع ڌاري 'Banking Magazine' نالي سان رسالو جاري ڪيائين. گل محمد چنا نوڪريءَ دوران ڪنڊڪوٽ ۽ شهدادڪوٽ سميت ڪيترن شهرن ۾ ڪاليج کولرايا، جتي نوڪريءَ جي حوالي سان رهيو اتي سنڌي ادبي سنگت شاخ جو ميمبر ٿي رهيو. سکرنڊ، دادو، شهدادڪوٽ ۽ جيڪب آباد جي شاخن جو سيڪريٽري رهيو. سندس ڪيترا مضمون مختلف سنڌي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. سندس هڪ ناول 'پيار ۽ پڇتاءُ' 2007ع ڌاري شايع ٿيو هو 1997ع ڌاري نوڪري تان رٽائر ٿيو

گل محمد چنا جي وفات 26 جنوري 2003ع تي ٿي.

**چنا، محبوب علي سيوهاڻي:** سنڌ جي ناليواري تعليمي ماهر ليکڪ ۽ شاعر پروفيسر محبوب علي چنا، محمد صالح چنا جي گهر ۾ 12 مارچ 1922ع تي سيوهڻ ۾ جنم ورتو ابتدائي تعليم سيوهڻ مان وٺڻ بعد وڌيڪ تعليم لاءِ حيدرآباد ۾ مستقل رهائش اختيار



ڪيائين. جتان هن نور محمد هاءِ اسڪول مان مئٽرڪ پاس ڪئي. ڊي. جي. ڪاليج حيدرآباد مان بي. اي جو امتحان ڏئي بمبئي يونيورسٽيءَ مان سنڌي، عربي ۽ فارسيءَ ۾ ايم. اي فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪري، دڪشا فيلوشپ ۽ گولڊ ميڊل حاصل ڪيائين. بي. ٽي ۽ ايس. ٽي، سي جو امتحان به پاس ڪيائين. هن پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز هڪ استاد جي حيثيت سان 1942ع ۾ ميونسپل مڊل اسڪول سيوهڻ کان ڪيو ان کان پوءِ هو سنڌ مدرسي ۽ اين جي وي هاءِ اسڪول ڪراچيءَ ۾ استاد ٿي رهيو 1948ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج، حيدرآباد ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو هن هالا ۾ سروري ڪاليج جو بنياد وڌو جنهن جو هيءُ پرنسپال ٿي رهيو هيءُ 1953ع کان 1955ع تائين سنڌ يونيورسٽي جي سنڌي شعبي جو چيئرمين رهيو پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان ڏئي عربي ۽ فارسيءَ جو پروفيسر منتخب ٿيو ڪجهه عرصي لاءِ هو گورنمينٽ ڪاليج ميرپورخاص ۾ پرنسپال ٿي رهيو ان بعد سنڌ جي مختلف ڪاليجن ۾ پرنسپال ٿيو هيءُ 1973ع کان 1975ع تائين پهريون سنڌي هو جيڪو سيڪريٽري نيشنل بوڪ ڪائونسل اسلام آباد مقرر ٿيو.

پروفيسر محبوب علي چنا ڪيترن ڪتابن جو مصنف، مؤلف ۽ مرتب هو سندس مقالا ۽ مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾: (1) 'سيوهاڻي بادشاهه'، (2) 'حضرت عثمان مرونديءَ تي هڪ تحقيقي جائزو'، (1972ع)، (3) 'اسلامي تاريخ'، (4) 'هڪ شخص به پهلو'، (5) 'سنڌي ادب جا جديد رحجانات'، ۽ (6) 'حضرت نوح جا همعصر ۽ سهيوڳي' قابل ذڪر آهن. سنڌالاجي جي تحقيقي لائبريريءَ ۾ سندس نالي سان 17 آڪٽوبر 1981ع تي هڪ ڪارنر قائم ڪيو ويو، جنهن ۾ سندس گڏ ڪيل سنڌي، انگريزي، اردو، فارسي ۽ عربي ڪتاب ۽ رسالا رکيا ويا آهن.

محبوب علي چنا 'فردوس' رسالي (هالا) جو ايڊيٽر، انجمن فروغ ادب هالا جو سرپرست، سنڌي ادبي بورڊ، شاهه لطيف ڪلچرل ڪائونسل ۽ شهباز ڪلچرل ڪائونسل جو ميمبر به رهيو.

هن 24 نومبر 1977ع تي، مڪي (عربستان) ۾ وفات ڪئي.

**چنا، محمد عالم:** دنيا جي ڊگهي قد سبب 'گنيز بڪ آف ورلڊ' ۾ پنهنجو نالو درج ڪرائيندڙ سنڌ جائو، محمد عالم چنا 1956ع ڌاري ڳوٺ بچل چنا، تعلقي سيوهڻ ۾ محراب خان چنا جي گهر ۾ پيدا



ٿيو ننڍپڻ ۾ سندس جسماني ڪيفيت عام انسان وانگر هئي، پر اوچتوئي سندس جسماني واڌويجهه ۾ غير معمولي تبديلي ايندي رهي ۽ سندس قد وڌي ويو. محمد عالم غربت سبب پڙهي نه سگهيو ۽ مزدوري ڪري گذرسفر ڪرڻ لڳو سورهن سالن جي عمر ۾ تڪڙي واڌ سبب سندس قد ڪڙيءَ جسامت سان گڏ 7 فوٽ سوا 9 انچن تي وڃي پهتو قلندر لعل شهباز جي نگريءَ ۾ رهڻ ۽ لال جي مزار تي ملازمت ڪرڻ ڪري عام ماڻهن ۽ زائرين جي توجهه جو مرڪز رهيو ۽ ملڪ سان گڏ سنڌ ۾ وڏي شهرت ماڻيائين. محمد عالم پيپلز پارٽيءَ جو جهنڊو

ڪُٺي اڪثر جلسن جلوسن ۾ وڃي شامل ٿيندو هو. (شهيد) ذوالفقار علي ڀُٽي جي شفقت سبب ڪيس عالمي شهرت ۽ ڊگهي قد جو اعزاز حاصل ٿيو. 1981ع ۾ پنهنجي وقت جي قدآور شخص ڊان ڪوهلر جي وفات ٿي، جنهن جو قد اُن وقت 8 فوٽ اڍائي انچ هو. ان کان پوءِ محمد عالم چنا جو نالو گنيز بُڪ آف ورلڊ ۾ دنيا جي ڊگهي شخص طور شامل ڪيو ويو. 1985ع کان پوءِ ڊگهي قد جو اعزاز ڪجهه وقت لاءِ ڪانٽس واپس ٿيو ۽ لبيا جي سليمان علي نشنش ۽ موزمبيق جي جبريل مونجانيءَ کي ڊگهو قد رکڻ تي عالمي پذيرائي ملي. انهن ٻنهي جو قد 8 فوٽ هڪ انچ جي برابر هو. پر 1990ع تائين ٻنهي جي فوت ٿيڻ بعد، گنيز بوڪ جي مرتبن 1991ع ۾ ٻيهر محمد عالم چنا کي دنيا جو ڊگهو شخص قرار ڏنو.

ڊگهي قد ۽ ڳري جسم سبب سندس سفر ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿي پيو ۽ عام ڪارن ۽ ويگنن ۾ ماپي نه ٿي سگهيو. جنهنڪري 1986ع ۾ ڪيس حڪومت طرفان هڪ ويگن، وڏن درن وارو گهر، وڏو پلنگ ۽ روزگار به ڏنو ويو. ڪيس اعزازي طور اوقاف کاتي، پي. آءِ اي، حبيب بئنڪ، پي. ٽي. وي ۽ ٻين ڪمپنين ۽ ادارن طرفان مالي مدد ملندي رهندي هئي. هن کي جوتا ۽ ڪپڙا آرڊر تي ٺهرائڻا پوندا هئا. هن حڪومت جي خرچ تي حج ۽ عمرو به ڪيو. برطانيا، آمريڪا، دبئي ۽ ٻين ملڪن جو اعزازي سفر ڪيائين. سندس ٻانهن ٻيلي، مئنيجر ۽ ترجمان جي حيثيت واريون خدمتون سندس ڀاڄ ۽ نيشنل بئنڪ جي آفيسر محمد انعام چنا سرانجام ڏنيون. هن قدآور شخصيت پنهنجي ڊگهي قد سبب بين الاقوامي شهرت ماڻي وڏا انعام اڪرام حاصل ڪيا. محمد عالم حياتيءَ ۾ ئي ڪراچي لڏي ويو. جتي ڪيس گڙدن جي بيماري ٿي پئي. ڪيس علاج لاءِ آمريڪا موڪليو ويو. پر صحتياب نه ٿي سگهيو ۽ 2 جولائي 1998ع تي نيويارڪ جي هڪ اسپتال ۾ دم ڏنيءَ حوالي ڪيائين. سندس ميت کي ڏيهه آڻي سيوهڻ شهر ۾ دفن ڪيو ويو.

**چنا، محمد منير:** محمد منير چنا سلو ۽ هوشيار وڪيل هو. محمد منير چنا ولد مولانا دين محمد 15 سيپٽمبر 1922ع تي ڳوٺ فيروز شاهه، ضلعي دادوءَ ۾ ڄائو. سندس والد 'اديب' فيروز شاهي بهترين اديب هو. سندن خاندان مان عالم ۽ بزرگ ٿي گذريا آهن. جن مان مخدوم احمد، مخدوم محمد ابراهيم، مخدوم اسحاق، مخدوم عبدالمجيد، مخدوم خير محمد ۽ مولانا عطاءُ الله فيروزشاهيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. منير چني جي نسب جو سلسلو حضرت مخدوم احمد سان ملي ٿو. اهڙي عملي ۽ روحاني خاندان جون صلاحيتون ۽ فضيلتون منير چني کي ورثي ۾ مليون. ننڍي هوندي کان ئي هو هڪ هوشيار ۽ ذهين شاگرد هو. ابتدائي ديني تعليم اباڻي ڳوٺ مان وٺي ايم. اي ۽ ايل. ايل. بي جا امتحان پاس ڪري وڪالت جو پيشو اختيار ڪيائين. پرگڙي روڊ حيدرآباد ۾ رهائش اختيار ڪيائين. حيدرآباد جي محنتي وڪيلن ۾ محنت ۽ قابليت سان پنهنجو نالو ڪڍيائين. جيتوڻيڪ هن قانون جي پيشي کي پنهنجو مستقبل بنايو هو پر واندڪائيءَ ۾ تصنيف ۽ تاليف جي ڪم کي به جاري رکيائين. سندس ڪتابن مان 'اسلامي اڪابر' چڱو معلوماتي ڪتاب آهي جنهن ۾ ڪيترن بزرگن ۽ آزاديءَ جي متوالن جو ذڪر آهي. هن ڪتاب کان سواءِ منير چني جي سنڌي- انگلش ڊڪشنري (1968ع) به شايع ٿي. منير چنو بااخلاق، ملڻو جلڻو ۽ زنده دل انسان هو. غريب پرور ۽ مسڪينن کي ڏک سک ۾ ڪم ايندو هو. وڪالت جي پيشي ۾ غريبن جي هر طرح سان مدد ڪيائين.

45 سالن جي ڄمار ۾ 21 آڪٽوبر 1967ع تي وفات ڪيائين.

**چنا، منير احمد:** منير احمد چنو ولد حڪيم ميان شفيع محمد چنو 6 جنوري 1947ع تي دادوءَ ۾ ڄائو. سندس آبائي ڳوٺ مراد آباد چنا آهي. هن ابتدائي تعليم مين پرائمري اسڪول ۽ مئٽرڪ 1963ع ۾ دادوءَ مان ڪئي. هن گريجوئيشن 1968ع ۾ ڊگري ڪاليج دادو



مان ڪئي، جنهن کان پوءِ 1968ع ۾ ايم. اي پوليٽيڪل سائنس ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري ۾ داخلا ورتائين، جتي هڪ سال تائين پڙهيو. انهيءَ عرصي ۾ سندس پيءُ جي وفات ٿي، جنهن سبب ايم. اي مڪمل ڪري نه سگهيو ۽ ڳوٺ اچي زمينداري ڪيائين. اڳتي هلي 1970ع ۾ وڪالت جي ڊگري حاصل ڪيائين. منير احمد چنا جي قاضي فيض محمد ۽ سائين جي. ايم. سيد سان تمام گهاٽي ويجهڙائي رهي. 1969ع ۾ 'سنڌ متحده محاذ' سان لاڳاپيل رهيو. جڏهن شيخ مجيب الرحمان، ايوب خان جي دوَر ۾ سازش ڪيس مان آزاد ٿي لاهور پهتو ته سندس آجيان لاءِ ويل وفد ۾ سائين جي. ايم. سيد، قاضي فيض محمد، خان محمد پنهور، يوسف ٽالپر، اقبال ميمڻ، اڪبر بروهيءَ سان گڏ منير احمد چنا به هو. جتي هن شيخ مجيب الرحمان کي اجرڪ پيش ڪئي. جڏهن شيخ مجيب الرحمان 1969ع ۾ سائين جي. ايم. سيد جي آجياڻي ۾ شرڪت لاءِ آيو ته منير احمد چنو به ان ۾ شامل هو. ان کان اڳ منير احمد چنا بنگلاديش به ويو هو. جتي هن شيخ مجيب ۽ ٻين سياسي اڳواڻن ڊاڪٽر ڪمال حسين ۽ بيگم نورجهان سان ون يونٽ خلاف جدوجهد ڪرڻ جي سلسلي ۾ ملاقاتون ڪيون.

1969ع جي آخر ۾ هن پيپلز پارٽيءَ جي ميمبرشپ اختيار ڪئي. 1977ع ۾ دادو ضلعي پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي صوبائي اسيمبليءَ سنڌ جو بنا مقابلي ميمبر چونڊيو. ذوالفقار علي ڀُٽي جي شهادت کان پوءِ ڪافي مايوس ٿيو. هن 1985ع جي صوبائي چونڊن ۾ به حصو ورتو. پر ڪامياب نه ٿيو. هن وقت زمينداري ۽ ڪاروبار سان واڳيل آهي.

**چنا، هارون:** ناميارو ليکڪ، شاعر ۽ چترڪار هارون چنو ولد محمد لائق،



10 جون 1948ع تي رستم، ضلعي شڪارپور لڳ ڳوٺ ٽنڊي علي شير ۾ ڄائو. هن پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول مان حاصل ڪيائين. هارون چني 1972ع ۾ ماسٽر آف ڊزائننگ ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ماڻي ۽ حيدرآباد ۾ ڊزائيننگ ٽيچرس ڪورس ۾ به سڄيءَ سنڌ ۾ فرسٽ

ڪلاس فرسٽ پوزيشن حاصل ڪئي. هارون چنو 1968ع ۾ قاضي احمد هاءِ اسڪول ۾ ڊرائنگ ٽيچر مقرر ٿيو ۽ 9 جون 2008ع تي رٽائر ڪيائين. سندس پسنديده موضوع ادب ۽ آرٽ آهن. هن لطيف سائينءَ جي سورمين ۽ سورمن کي واٽر ڪلر، آئل پينٽ، پين ۽ پينسل سان جيڪا سونهن ۽ زندگي بخشي آهي، سا ڪمال جي آهي. سندس تصويرن ۾ سنڌ جي تهذيب جو سدا بهار حسن جهلڪي ٿو هن 1981ع ۾ سنڌ آرٽسٽس گلڊ پاران پنهنجن فنپارن جي پهرين نمائش ڪرائي. سندس تصويرن جون نمائشون ڪيترن هنڌن تي ٿينديون رهيون آهن. هن شاعري جي ابتدا 1966ع ۾ ڪئي. سندس پهريون شعر 'هي جهان وارا' روزاني 'نواءِ سنڌ' اخبار جي ٻارن واري صفحي ۾ شايع ٿيو هن ڪيترو عرصو 'فقير تارڪ'، 'سمبل چڪوي' ۽ 'امرت' جهڙن فرضي نالن سان ڪهاڻيون ۽ مضمون به لکيا. هن ڪيترن ڪتابن جا ٽائيٽل به ڊزائن ڪيا، جن ۾ 'وڻي هر هر جنم وربو' ۽ ڪيترن ڪتابن جا ٽائيٽل تعريف لائق آهن. هن جي. ايم. سيد، ذوالفقار علي ڀٽي، شيخ اياز ۽ علامه آءِ آءِ قاضيءَ سميت ڪيترين عظيم شخصيتن جا پورٽريٽ ٺاهيا آهن. وڏي عرصي کان سنڌي ادبي سنگت جو ڪارڪن رهيو آهي. ڇڪ ۾ وٽس هڪ وڏي ذاتي لائبرري آهي. سندس ڪجهه ڪتاب اڻ ڇپيل صورت ۾ موجود آهن.

**چنبو ڇڏائڻ**: هيءَ راند طاقت آزمائيءَ واري راندين مان هڪ آهي. هن راند ڪرڻ لاءِ ٻه ڄڻا مقابلو ڪندا آهن، باقي ماڻهو صرف تماشبين هوندا آهن. ڪي ٻه ٻه هڪجهڙي طاقت رکندڙ همراهه چنبو چنبي ۾ ڏيندا آهن. پوءِ هڪ همراهه کي ٻئي طرفان چيو ويندو ته آئون ٿو تنهنجو چنبو قابو جهليان ۽ تون ڇڏاءِ ان ڪانپوءِ ڇڏائڻ وارو همراهه ٻئي هٿ سان چنبي جهليندڙ جي ڪرائيءَ ۾ هٿ وجهي، پنهنجو چنبو ڇڏائڻ لاءِ ڪوشش ڪندو آهي. ان بعد ٻنهي همراهن جي وچ ۾ نهايت زوردار ڇڪ ڇڪان ٿيندي آهي. هيءَ راند هر عمر جوڙو رچائي سگهي ٿو هن راند ۾ جسم جي ڪافي ورزش ٿيندي آهي.

**چنبئيءَ جو شڪار**: هيءُ شڪار جو هڪ قسم آهي، جنهن ذريعي ملاح گانگٽ ۽ پلا ڦاسائيندا آهن. چنبئيءَ اصل ۾ هڪ ڄار جو قسم آهي جنهن جا ٻه نمونا ٿين ٿا. جنهن سان ننڍا گانگٽ ڦاسائڻ يا وڏن پلن جو شڪار ڪيو ويندو آهي. هن قسم جي ڄار ٻن ڪاٺين جي گول چڪري ۾ ٻڌل هوندي آهي ۽ ان ۾ هڪ خاص قسم جو جهول ڇڏيل هوندو آهي جنهن ۾ شڪار اچي ڦاسندو آهي. هن ڄار سان ٿيندڙ شڪار کي 'چنبئيءَ جو شڪار' ڪوٺيو ويندو آهي.

**چَنبي**: هيءَ ٻيلهاڙي راند ۾ ڪرائيءَ کان جهلڻ جو هڪ داءُ آهي. هيءَ راند ٻن پهلوان رانديگرن ۾ ٿيندي آهي. راند دوران هڪڙو رانديگر ٻيءَ ٻاري ۾ وجي ان کي هٿ لائي ڪاپائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ جهليندڙ وري آيل رانديگر کي پڪڙڻ لاءِ چنبي هڻندو، ٻانهن کي ڪراين مان جهلي قابو ڪندو آهي. انهيءَ داءَ کي 'چنبي هڻڻ' چيو ويندو آهي. (ڏسو: **'ٻيلهاڙو راند'**)

**چن ٻيار** (ديهه): هيءَ تعلقي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جعفر چانڊيو، ميوو ڪرڪلي ۽ نارو قمبراڻي.

**چنبيلي** (Jasmmine/Jasminum Officinale): چنبيلي مشهور خوشبودار ٻوٽو/ وَل آهي. هن کي عربيءَ ۾ ياسمين، زينبق، سنسڪرت ۾ چيٽاڪي جينشيٽا، بنگاليءَ ۾ چاملي، پنجابي ۾ چبا ۽ انگريزيءَ ۾ Jasmin چون ٿا.



چنبيليءَ جا پن ننڍا ۽ ڊگها ٿيندا آهن، جن جي ٻنهي پاسي ڏندا ٿين ٿا. پنجن کان ساڍا ٻارهن سينٽي ميٽر ڊگها ٿيندا آهن. هي ٻوٽو سنڌ جي هر باغ ۾ ٻارهن ئي مهينا سرسبز رهي ٿو. سنڌ، پاڪستان کان سواءِ هماليا جبل جي 717 ميٽرن جي بلنديءَ تي به ٿئي ٿو چنبيلي برصغير جي هر باغ ۾ پوکي ويندي آهي.

**چنيِ** (ديهه): تعلقي شهداد پور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لطف علي وگڻ، ٽگڙيو حرآباد، غلام محمد پناڻ، محمد هاشم بروهي، بچل خان بوداڻي، شيخ محمد جوٽيجو ڳوٺ، مير محمد ڪلوئي، چڪي ڳوٺ، فيض محمد شاهه، قادر بخش بروهي، پيتو اسلام الدين، گل محمد جسڪاڻي ۽ بهادر بروهي.

**چنجٽي** (ذات): چنجٽي سمن جو هڪ پاڙو آهي. هن ذات وارا لاڙڪاڻي، نصيرآباد ۽ خيرپور جي آسپاس اڪثريت سان آباد آهن. چنجٽين مان حاجي خانڻ چنجٽي مشهور عوامي شاعر ٿي گذريو آهي، جڏهن ته هن ذات ۾ علم ۽ ادب جو سلسلو اڄ تائين هلندو اچي. حسين چنجٽي، ثناءُ الله عتيق چنجٽي ۽ خادم چنجٽي نون ليکڪن ۽ شاعرن ۾ شمار ٿين ٿا.

**چنجٽي** (ديهه): تعلقي نصيرآباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

چنجٽي، خداداد پناڻ ۽ جان محمد چنجٽي.

**چنجُور**: هيءُ هڪ قسم جو ذاتي اوزار آهي، جيڪو هاري فصل جي گڏ ڪيڻ لاءِ ڪتب آڻيندا آهن. چنجور سان فصل کي گڏ ڪري ٻوٽن جون پاڙون واڪيون ڪيون وينديون آهن ۽ اجايو گاهه ختم ڪرڻ لاءِ ان جون پاڙون ڪڍيون وينديون آهن. دراصل چنجور مزدورن جو اوزار آهي، جيڪو سخت زمين/ پٿريلي زمين کي کوٽڻ جي ڪم ايندو آهي. هن جا ٻه ڇيڙا ٿيندا آهن. هڪ گولائي مائل ۽ ڇيڙي وٽ نوڪدار ٿيندو آهي، ٻيو ڇيڙو چوڪور، پر پڇاڙيءَ ۾ رنبي وانگر چپٽرو ۽ ڪي قدر ترِڪو هوندو آهي. ٻنهي ڇيڙن جي وچ ۾ ٿيلهرو هوندو آهي ۽ ان حصي ۾ سوراخ (پاهو) ٿيندو اٿس. جنهن ۾ ڪاٺ جو ڳن پيل هوندو آهي، جو ٻن کان اڍائي فوٽ ڊگهو به انچ يا ٿورو گهٽ ويڪرو هوندو آهي.



خود چنجور جو ويڪرو پاسو به ان جي ڪن ويڪرو ۽ انج ڪن ٿلهو مضبوط لوهه جو ٿيندو آهي ۽ پوري چنجور جي ڊيگهه اٽڪل ڏيڍ ڪان پوڻا ٻه فوٽ ٿيندي آهي. چنجور ٽيڪم جو هڪ قسم آهي.

**چند (مڇي)**: مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. هيءَ ڪاري پاڻيءَ جي ليئي مڇي هوندي آهي. ان جو رنگ هيڊو ٿيندو آهي، تلوار جهڙي سنهڙي هوندي آهي. ڊيگهه چار فوٽ ٿيندو آهي. هيءَ مڇي ٻه ڪلو تور جي ٿيندي آهي. هيءَ مڇي ڪائجي ڪانه ٿي.

**چندر پٽ سيلائچ**: چندر بن سيلائچ پنهنجي پيءُ سيلائچ ۽ پنهنجي ڀاءُ چچ وانگر وڏو راهب ۽ پڳت هو. هن جڏهن راءِ سهاسيءَ جي ڀاءُ مهرٽ ڪان جنگ ڪئي، اروڙ کي پنهنجي قبضي ۾ ڪيو. تڏهن ڪجهه ڏينهن جشن ملهائڻ ڪانپوءِ چچ اروڙ ۾ پنهنجي ڀاءُ چندر کي نائب مقرر ڪري گاديءَ واري هند هليو ويو. چندر راهبن جو سردار هو. هن اروڙ ۾ گورنر مقرر ٿيندي ئي ڪيترا فلاحي ڪم ڪيا، عوام تي مڙهيل اجايا ٽئڪس معاف ڪيا. هڪ متڪبر وزير جي سوال تي چندر جواب ڏنو ته غريب مسڪينن جو احساس انهيءَ ڪي ٿيندو جيڪو غربت جي حال مان گذريو هوندو. عوام چندر پٽ سيلائچ مان ايڏو ته خوش هئا، جو سندس مرڻ کان ترت پوءِ عوام جي رضامنديءَ سان چندر بادشاهه بڻيو چندر جي بادشاهه ٿيڻ ڪانپوءِ سيوستان (سيوهڻ) جو راجا متو ڪنوج جي راجا ڪنوج سيهرس بن راسل ڏانهن ويو ۽ چندر کان حڪومت ڦرڻ لاءِ صلاح ڏنائين. ڪنوج جي راجا سهيرس ۽ راجا متي ملي چندر تي حملو ڪيو پر چندر کي فتح حاصل ٿي ۽ راجا سيهرس ۽ راجا متو چندر جا فرمانبردار ٿيا. ڪجهه سال حڪومت ڪرڻ ڪانپوءِ چندر وفات ڪئي، جنهن ڪانپوءِ چچ جو پٽ راجا ڏاهر تخت تي ويٺو.

**چندرس**: چندرس هڪ قسم جو پسارڪو وکر آهي، جيڪو ڪوئر جهڙو چنبڙندڙ ٿيندو آهي. چندرس جو رنگ هيڊو يا ڪهربا جهڙو ٿيندو آهي. حڪيمن موجب طبي لحاظ سان دماغ، آنڊن، سيني ۽ ڦڦڙ جي رطوبت کي خشڪ ڪري ٿو. معدي جي ڪيڙن کي ماري ٻاهر ڪڍي ٿو. دمڪشي، تپن، ٻرهل ۽ خفقان جي بيمارين ۽ حمل ڪيرائڻ لاءِ مفيد آهي.

**چندر سنگهه، راٺو**: مشهور سياستدان ۽ اقليتي اڳواڻ راٺو چندر سنگهه، 1931ع ڌاري عمرڪوٽ کان 16 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي مشهور ڳوٺ راڻا جاگير ۾ راجپوتن جي چوهين راڻي ارجڻ سنگهه جي گهر ۾ پيدا ٿيو. راٺو ارجڻ سنگهه، مسلم ليگ جو سرگرم اڳواڻ ۽ قيام پاڪستان تحريڪ ۾ تڏهوڪي ٿرپارڪر جي 75 سيڪڙو آباديءَ جي حمايت سان اڳيرو رهيو. راڻي چندرسنگهه پرائمري تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ ۾ حاصل ڪئي. وڌيڪ تعليم لاءِ 'دهرادون' (ڀارت) ويو. جتان سر شاهنواز ڀٽي ۽ پيلو موديءَ کان سواءِ ٻين مشهور ماڻهن به



اعليٰ تعليم پرائي هئي. راٺو چندر سنگهه اجا 16 سالن جو مس هو ته سندس والد راڻي ارجڻ سنگهه وفات ڪئي. ان ڪري راٺو چندرسنگهه ننڍيءَ عمر ۾ ئي 1946ع ڌاري راڻن جي گاديءَ تي ويٺو. راٺو چندرسنگهه ذات جي راجپوتن جون پنجويهون راٺو هو. هن شڪار، گهوڙي سواريءَ، نشاني بازيءَ ۽ ملهه راند جي سکيا ننڍپڻ ۾ ئي ورتي هئي. سندس شادي 'راوتسر' جي شاهوڪار گهراڻي جي ڇوڪريءَ سان ٿي.

راٺو چندر سنگهه، شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جو پراڻو ساٿي هو. هن پوري سياسي ڄمار ۾ ڪڏهن به ڪا اليڪشن نه هارائي. 1953ع ۾ پاڪستان جي پهرين چونڊ وقت راڻي چندرسنگهه جي عمر گهربل حد کان فقط ڇهه مهينا گهٽ هئي. تنهنڪري هن پنهنجي رشتيدار سوائي سنگهه کي چونڊ ۾ ڪامياب ڪرايو. 1956ع ۾ هيءَ صوبائي اسيمبليءَ جو رڪن چونڊيو ويو هيءُ پهريون غير مسلم سياستدان هو. جنهن کي وزارت ملي ۽ کيس اريگيشن کاتي جو قلمدان ڏنو ويو. ڀٽي صاحب جي سياسي خيالن کان متاثر ٿي، راڻي چندر سنگهه پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ سيد مظفر حسين شاهه جي والد سيد غلام حيدر شاهه جي مقابلي ۾ ڪاميابي ماڻيائين. ونيونٽ ٽُٽڻ ڪانپوءِ ٿيل 1970ع وارين عام چونڊن ۾ هيءَ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر بڻيو 1971ع جي پاڪ- ڀارت جنگ دوران هتي جا راجپوت اڪثريت ۾ هندستان لڏي ويا. جنگ جي خاتمي ڪانپوءِ انهن کي واپس آڻڻ لاءِ ذوالفقار علي ڀٽي، راڻا چندرسنگهه جي اڳواڻيءَ ۾ چونڊيل نمائندن جو هڪ وفد هندستان موڪليو جنهن ۾ راڻي چندرسنگهه جا ٿي دوست غلام رسول شاهه جيلاني، مير علي بخش خان ٽالپر ۽ خانصاحب عبدالڪريم پلي شامل هئا. ان کان سواءِ به راٺو چندرسنگهه هر وقت هنهي ملڪن ۾ ڀائيچاري قائم ڪرڻ لاءِ پنهنجون سموريون واسطيداريون استعمال ڪندو رهيو. پاڪستاني سياست جي وڏن نالن ذوالفقار علي ڀٽي، پير صاحب پاڳاري، شهيد بينظير ڀٽو، نوازشريف، غلام مصطفيٰ خان جتوئي، حاڪم علي خان زرداري، پير غلام رسول جيلاني، مير علي بخش ٽالپر ۽ ٻين سان سندس دوستاڻي سياسي وابستگي رهي.

راڻي چندرسنگهه جي سَس، لڪشمي ديوي به هندستان جي پارليامينٽ جي ميمبر رهي چڪي آهي ۽ سندس سنڌيو وي. پي. سنگهه، هندستان جو وزيراعظم به رهي چڪو آهي. راڻي چندرسنگهه بابت مشهور آهي ته هن ڪڏهن به چونڊ نه هارائي. هن 1985ع وارين چونڊن جو بائيڪاٽ ڪيو هو. جڏهن ته 1988ع واري چونڊ ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر بڻيو هو زراعت ۽ روينيو کاتي جو وفاقي وزير ۽ 'اقليتن واري قومي ڪميشن' جو چيئرمئن به رهيو.

1988ع وارين عام چونڊن دوران عمرڪوٽ جي لانبي تلاءُ واري ميدان ۾ شاندار جلسي ۾ شهيد بينظير ڀٽو جي موجودگيءَ ۾ هن يادگار تقرير ڪئي هئي. هن لاءِ مشهور آهي ته هُو ڪڏهن به ووٽ گهرندو ڪونه هو. پر هر اليڪشن ۾ اڪثريت سان ڪٽيندو هو. چونڊ جلسن دوران سندس ڪيل سڀ تقريرون رڪارڊ تي موجود آهن. راٺو چندرسنگهه، پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تان لڳاتار ست ڀيرا چونڊون ڪٽيون ۽ ايم. اين. اي بڻيو. سندس سياسي مدمقابل ڪٿو مل جيوڻ هوندو هو. 1990ع ۾ پيپلز پارٽيءَ سان ڪي اختلاف ٿي پيس، سندس پٽ هميرسنگهه جي خلاف داخل ڪيس به ان اختلاف جو سبب هو. پوءِ هن 'پاڪستان هندو پارٽي' نالي هڪ نئين پارٽي

ٿاهي. هڪ اقليتي هندو هئڻ جي باوجود هن 53 سالن جي سياسي ڪيريئر ۾ مسلسل ڪاميابيون حاصل ڪيون. راڻي چندرسنگهه جي اولاد ۾ ڪنور هميرسنگهه، يوپال سنگهه، ڊاڪٽر پريتپال سنگهه، نياڻي سنگيتا آهن.

پاڪستان جي هن بيباڪ سياستدان، پهرين آگسٽ 2009ع ۾ 78 سالن جي ڄمار ۾ پرلوڪ پڌاريو. سندس وفات کان پوءِ راڻن جي گاديءَ تي سندس موهيي پُٽ ڪنور هميرسنگهه کي ذات جي راجپوتن جو چوٿون راڻو مقرر ڪري پڳ ٻڌائي وئي.

**چندر ڪانت**[1] (پٿر): هڪڙي قسم جو پٿر آهي، جيڪو چانديءَ کي جذب ڪرڻ جي قوت رکي ٿو. حڪيمن جو چوڻ آهي ته پاڻيءَ ۾ گهي پيارڻ ۽ ٿوري ناس نڪ ۾ ڏيارڻ سان مرگهي دور ٿي وڃي ٿي. سردي گرميءَ جي گهٽ وڌائي هنائي طبيعت ۾ اعتدال آڻي ٿو.

**چندرڪانت**[2] (راڳڻي): هي ڪلياڻ ٺاٺ جي کاڏو سمپورن راڳڻي آهي. آروهيءَ ۾ مڌم ورج ۽ امروهي سمپورن آهي، يعني هن ۾ سڀ سر لڳندا. هن وادي سُرگنڌار آهي ۽ ان جي ڳائڻ جو وقت شام آهي. ايمن ڪلياڻ ۾ به اهي سڀ خاصيتون آهن، ان ڪري چندر ڪانت ايمن ڪليان ۽ شڌ ڪلياڻ سان تمام گهڻي مشابهت رکي ٿي، جنهنڪري گهٽ ڳائڻ ۾ اچي ٿي. لڪش سنگيت جي مصنف لکيو آهي. ته هڪ ٺاٺ جون گهڻيون راڳڻيون هجن ته ڪو فرق نٿو پوي، رڳو انهن راڳڻين جا وادي ۽ سموادي سر مقرر ڪيا وڃن. پر چندر ڪانت جا وادي ۽ سموادي سر مقرر نه ڪيا ويا آهن. ان لاءِ ايمن ڪلياڻ کان هن راڳڻيءَ کي الڳ ڪري سگهجي ٿو. ايمن ڪلياڻ جي آروهي ۽ امروهي ٻئي سمپورن آهن. جڏهن ته چندرڪانت جي آروهي ۾ مڌم جو سرورج به آهي. ٻيا سڀ سُر شڌ آهن. جڏهن ته هيءَ راڳڻي شام جي وقت ڳائي ويندي آهي. هن جي آروهي سا-ري- گي- پا- ڌي- ني- سا ۽ امروهي سا- ني- ڌي- پا- مي گي- ري- سا.

**چندر ڪوپ**: چندر ڪوپ پهاڙ اصل سامونڊي مٽيءَ جو ڍير آهي، جيڪو هنگول نديءَ لڳ، بلوچستان ۾ هنگول نديءَ کان پندرهن ميل ۽ سمنڊ جي ڪناري کان ٻن ميلن جي پنڌ تي موجود آهي. هي پهاڙ پري کان ڏاڍو سهڻو ڏيک ڏيندو آهي. هي مخروطي شڪل جو هيٺان گولائي ۾ ويڪرو پوءِ مٿي سوڙهو ٿيندو وڃي ٿو. جيڪو چوٽي تي وڃي تقريباً پنجٽيهه فوٽ قطر ٿاهي ٿو. چندر ڪوپ پڪي چيڪي مٽي جو آهي. مٿائنس جڻ مٽي جو ليپو ٿيل آهي. جن هنڌن تي تازو لاوا وهڻ ڪري ڏگها اڇا پٽا ٺهيل آهن، اهي رنگبرنگي پٽا، ان جي خوبصورتيءَ ۾ اضافو ڪن ٿا. ماهرن جي خيال موجب مڪران جو هي جابلو سلسلو 'ميسوزوئڪ' دور جو آهي. ميسوزوئڪ دور ستن ڪروڙن سالن کان وٺي 2 ارب 30 ڪروڙ سالن تائين هو. اوائلي دور ۾ هتي 'تيٿا' سمنڊ هوندو هو. هي جبل جي پليٽن جي پوئتي هٽڻ ڪري ٺهيا آهن. جن ۾ ڪجهه جوالا مکي جبل به شامل آهن. هي چندر ڪوپ به آهستي وهندڙ آتش فشان جو هڪ قسم آهي. هن جي منهن 'ڪريٽر' مان شامل ڪاري رنگ جي گپ وهندي رهي ٿي، اها لاوا ڪاربن ۽ سلفر جي ملاوت ڪري ٺهي ٿي. جنهن کي فرما رول چيو ويندو آهي. چندر ڪوپ جو ذڪر علي احمد بروهيءَ هن ريت ڪيو آهي ته اهو 'پيڪناڪ' سڏجي ٿو اها شڪتي گپ جي ٻڙڪن سان پنهنجو اظهار ڪري ٿي، ان ماڳ تي ياتري 'آس' واري ريت ادا ڪندا آهن. جنهن ۾ هر هڪ ياتري مٽيءَ جي ڏڙي تي چڙهي اڳواڻ جي مهنداريءَ ۾ هنگلاج ياترا ۽ خير سان واپسيءَ جي دعا گهرندا آهن ۽ هڪ ناريل گپ ۾ اُڇليندا آهن. چندرڪوپ سري رامچندر سان به منسوب آهي.

**چندرڪونس** (راڳڻي): هيءَ مشرميل راڳڻي آهي. هن ۾ گنڌار ۽ ڌيوت ڪومل سُر باقي سُر شد آهن. هيءَ کاڏو راڳڻي آهي. هن جي خاص تان- ني سا- گي- ما، ڌي- نيڌي- ما، گي- ما- گي سا، ني- ڌي- ني- سا، گي- سا- ماگي، ماگي- سي- گي، ماڌي- ما ، گي- ما- گي- سا آهي، هن جي آروهي ني- سا- گي- ما- ڌي- ني- سا ۽ امروهيءَ ساني- ڌي- ماگي- ماگي- سا آهي، جڏهن ته وادي سُر نکاد ۽ سموادي سُر گنڌار اٿس. ڪي مڌم کي سموادي قرار ڏين ٿا. هيءَ راڳڻي اڌ رات جو ڳائي ويندي آهي.

**چندر گپت موريا**: چندر گپت موريا هندستان جو ناليوارو بادشاهه هو ۽ 340 ق. م ۾ ڄائو هو. هن موريا شهنشاهت جو بنياد رکيو هو. چندر گپت کي نندي ڪنڊ جي ڪافي حصي کي فتح ڪرڻ جو اعزاز حاصل آهي. ڪيس هندستان جو پهريون حقيقي بادشاهه سمجهيو ويندو آهي. چندر گپت جي فتح موريا شهنشاهت کي مشرق ۾ بنگال کان آسام تائين مغرب ۾ افغانستان ۽ بلوچستان تائين، اتر ۾ ڪشمير کان نيپال ۽ ڏکڻ ۾ ڊيڪن واري پوئي تائين وڌايو.



انسائيڪلوپيڊيا برٽانيڪا، جلد ٻئي (ص 799) ۾ لکيل آهي ته چندر گپت موريا 321 ق. م کان 297 ق. م تائين، هندستان تي راڄ ڪيو. هن موريا گهراڻي جي حڪومت جو بنياد وڌو. هي پهريون شهنشاهه هو، جنهن ذري گهٽ سڄي هندستان کي هڪڙي راڄ هيٺ آندو. چندر گپت جو پيءُ بهار جي علائقي ۾ پنهنجي قبيلي جو سردار هو، جيڪو هڪ قبيلي سان لڙائي ڪندي گذاري ويو. جنهن بعد سندس مامن ڪيس وڃي هڪڙي دراڙ وٽ ڇڏيو. جنهن ڪيس پنهنجي پُٽ طور نپائي وڏو ڪيو. پوءِ هن کي هڪڙي شڪاريءَ کي وڪيو ويو. جتي هو هن جو مال چاريندو هو. جڳ مشهور سياسي دانشور پنڊت ڪوٽليه چاڻڪيه ڪيس سندس مالڪ کان خريد ڪري ٽئڪسيلا (جيڪو پاڪستان ۾ آهي) وٺي ويو. پنڊت چاڻڪيا اتي ڪيس فوجي حرفتن ۽ ثقافتي فنن جي تعليم ۽ تربيت ڏني. جڏهن سڪندراعظم هندستان تي حملو ڪيو، تڏهن هن ڪنهن طرح وڃي ڪيس ڏٺو. پنڊت چاڻڪيا جي صلاح سان هن هتان هُتان ماڻهو گڏ ڪري، انهن کي سپاهي بڻائي، ماڻهن کي پنهنجي پاسي ڪري، ان وقت جي نندا گهراڻي جي حڪومت جو انت آندو ۽ سندن فوجن جي ڪمانڊر ڀدراسالا کي شڪست ڏني، ۽ سڪندراعظم جي فوجن جي والاريل ڪيترن علائقن کي آزاد ڪرايو. 325 ق. م ۾ هُو بهار جي مگڌ جي بادشاهت جي تخت تي ويٺو. هن پنهنجي انتظام کي ڪامياب بنائڻ لاءِ هڪڙي طاقتور ڳجهي فوج (سيڪريٽ سروس) جو انتظام رکيو. جڏهن سڪندر 323 ق. م ۾ گذاري ويو،

ان ڪان هڪڙو سال اڳ سندس ٻه جرنيل ٻه هندستان ڇڏي ويا ۽ چندر گپت 322 ق.م ڌاري پنجاب جي حڪومت تي قبضو ڪيو ۽ پنهنجي شهنشاهيت کي ايران جي سرحد تائين پهچايائين. هن 305 ق. م ۾ سڪندراعظم جي مشهور جرنيل سليوڪس نيڪتور سڪندر جي ڇڏيل ايشيائي شهنشاهيت تي ٻيهر قبضي ڪرڻ لاءِ حملو ڪيو چندر گپت ان کي ناڪام بڻائي ڇڏيو ان ڪانپوءِ هي 6 لک فوج وٺي، ٻهريائين ڏکڻ طرف وڌيو. جبلن جي قطار اڪري ڏکڻ هندستان تي قبضو ڪيائين ۽ پوءِ وري اتر طرف وڌي هماليه جبل اُڪري ڪابل جي گاديءَ تي حملہ آور ٿيو چندر گپت جي شهنشاهيت تاريخ جي سڀ کان وسيع شهنشاهيت مان هڪڙي هئي. ان شهنشاهتن جي سربلنديءَ ۽ ٻن نسلن تائين قائم رهڻ جا ٻه سبب اهي ٻه هئا، ته هن پنهنجي شهنشاهت جو انتظامي نقشو ايران جي هخامشي شهنشاهت ۽ پنڊت چاڻڪيا جي سياست جي ڪتاب 'ارٿ شاستر' جي بنيادن تي رکيو هو.

چندر گپت موريا دنيا جي ڳاڻ ڳڻين جرنيلن ۽ شهنشاهن مان هڪ هو. جنهن ثابت ڪري ڏيکاريو ته جيڪڏهن ڪو پورهيت ماڻهو سچار، ايماندار، دلير ۽ وطن دوست سپاهي بنجي ٿو ۽ سياسي ڏاهپ سان اڳتي وڌي ٿو ته ضرور ڪامياب ٿئي ٿو.

**چندر گپت موريا جي ابتدائي زندگي:** چون ٿا ته ٽيڪسيلا يونيورسٽيءَ جو استاد چاڻڪيه چندر گپت جي شاگرديءَ واري عرصي ۾ ڪانئس متاثر ٿيو. جڏهن هن ڏٺو ته چندرگپت موريا پنهنجي دوستن سان ڪيڏيو پئي ۽ پاڻ بادشاهہ جو ڪردار ادا ڪندي هڪ مجرم کي انصاف وٺي ڏيڻ جي ڪوشش پئي ڪئي ته سندس اندر جي سچائيءَ، منصفانہ سوچ چاڻڪيہ کي ڏاڍو متاثر ڪيو. چاڻڪيہ سندس ماءُ وٽ آيو ۽ ڪيس چيو ته هن کي تعليم ڏيار. هوءَ ڪيس بادشاهہ ڏانهن وٺي وئي، جيڪو سندس ذهانت کان ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ پنهنجي وزير کي حڪم ڏنائين ته چندر گپت موريا کي ٽيڪسيلا يونيورسٽيءَ پڙهڻ لاءِ موڪليو وڃي.

**موريا سلطنت جو بنياد:** چندر گپت چاڻڪيہ جي مدد سان 'چندر ونسي' قبيلي ۽ 'مگڌ' جي سلطانن کي شڪست ڏني، گنڌارا ۾ سڪندراعظم جي فوجي جنرلن کي بہ شڪست ڏنائين.

**چاڻڪيا ۽ چندر گپت موريا:** چاڻڪيہ چندر گپت موريا جو وڏو وزير هو چندر گپت موريا سندس مدد سان موريا شهنشاهت جو بنياد رکيو تيز فهم چاڻڪيہ چندر گپت موريا کي 'ناندا شهنشاهت' کي فتح ڪرڻ لاءِ وڏو منصوبو ناهي ڏنو. جيڪو ڪامياب ثابت ٿيو ۽ هن ناندا شهنشاهت فتح ڪئي.

**مقدونيہ رياستن جي فتح:** سڪندر اعظم جي موت کان پوءِ 323 ق. م ۾ هن پنهنجي ڌيان جو مرڪز اتر اولهہ هندستان کي بنايو چندر گپت اجا 20 سالن جو مس هو. تڏهن هن مقدونيہ جي ستراپيز (Satrapies) کي شڪست ڏني ۽ هندستان ۾ نندا شهنشاهت کي فتح ڪري، هڪ وسيع شهنشاهت جو بنياد رکيو. جيڪا بنگال جي اپسمنڊ کان وٺي سنڌو نديءَ تائين پکڙيل هئي.

چندر گپت يونان جي هڪ شهزاديءَ سان شادي ڪئي، جيڪا 'سيلڪس' جي ڌيءَ هئي، زندگيءَ جي پڇاڙيءَ ۾ هن تخت ڇڏي ڏنو ۽ هڪ درويش 'ڀهادر اباهوءَ' کان مذهبي سکيا ورتائين. نفساني خواهشن کي ترڪ ڪيائين ۽ روايت آهي ته ان درويش جي غار ۾ روزي (برت) جي حالت ۾ وفات ڪيائين.

**چندر (ماستر چندر):** سنڌ جي جڳ مشهور راڳيءَ، سنگيت آچاريہ، ماستر چندر جو اصل نالو سندس دوست گوبند مالهيءَ چواڻي: چاندو مل ڏاموڻي هو پر ٺارو شاهہ جي اسڪول رڪارڊ موجب چندر مل ڏاموڻي هو پر ڪيس 'ماستر چندر' جي نالي سان ئي سنڌ - هند ۾ سڃاتو وڃي ٿو ماستر چندر، 18 ڊسمبر 1909ع تي ساهتي پرڳڻي (ضلعي نوشهري فيروز) جي مشهور باغن واري تاريخي ۽ مرڪزي شهر ٺارو شاهہ ۾، ڏاموڻي حويليءَ ۾ جنم ورتو سندس والد آسنداس کي چندر اڪيلو اولاد هو.



ماستر چندر جو گهر ٺارو شاهہ ۾ قتل نوَ لکي واهہ تي ساڄي ڪپ تي ڏاموڻي حويليءَ ۾ هو جيڪو اڄ بہ موجود آهي. هن شروعاتي تعليم پرائمري اسڪول ٺارو شاهہ ۾ ئي ورتي ۽ مئٽرڪ تائين لوڪلبورڊ هاءِ اسڪول ٺارو شاهہ مان ڪئي، جيڪو هاڻي گورنمينٽ پراونشلائيزڊ هاءِ اسڪول سڏجي ٿو.

ماستر چندر ماءُ پيءُ جو اڪيلو اولاد هئڻ ڪري سندن سڪيلڌو پٽ هو. هن پڙهائيءَ بعد پبلڪ ورڪس (انجنيئري) کاتي ۾ پنج سال نوابشاهہ ۾ نوڪري ڪئي. ڪيس راڳ سان ابتدا کان وٺي چاهہ هو. ڪن ميراثين ۽ استادن کان سکيا ورتي هئائين. روز رات جو نوين بجي ٺارو شاهہ ۾ گوڏورام جي ٽڪاڻي جي اڱڻ مان هن جو بلند ۽ سريلو آواز گونجندو هو ۽ بنا لائوڊ اسپيڪر جي اڌ شهر ۾ ڦهلجي ويندو هو. جيوترام هن جو اُستاد هو. جيڪو سائين قطب شاهہ جهانيان جي خاص مريدن مان هو. جڏهن ته هنسراج سونارو چندر جو ساٿي هوندو هو ۽ ساڻس طبلي تي سنگت ڪندو هو. چندر، جڏهن نوابشاهہ ۾ نوڪري ڪندو هو ته اتي شام جو 'چندر سنگيت وديالہ' کوليائين. پوءِ ڪراچيءَ ۾ نوڪريءَ سانگي ويو ته اتي بہ راڳ ۽ سنگيت جو شوق جاري رکيائين ۽ رام باغ، گاڏي کاتي ۾ موسيقي سيکارڻ جو اسڪول قائم ڪيائين.

چندر جي زندگيءَ جو پهريون ڪلام، ان دور ۾ پنهنجي نئين ورتل سائيڪل تي جوڙيل هو. هو شهر جو پهريون ماڻهو هو. جنهن وٽ سائيڪل هئي. ان ڪلام جا ٻول هن ريت آهن:

سير ڪيو سين سائيڪل جو، هئنڊل هٿ ۾ آهي، لوڏ ناهي!
مٿي چاڙهين تي مرد کي چڙهندا، بريڪ ڏئي پوءِ لاهيون لهندا،
وِيلن کي ته ورائي، لوڏو ناهي ...!

چندر جي زماني ۾ ڪنهن چڱي گهر جو نوجوان راڳ سکندو ۽ ڳائيندو هو ته ان کي ناچو، ٽاپو، ميراثي ۽ مڱڻهار سڏي، مٿس ٽوڪون ڪيون وينديون هيون. چندر کي بہ اهڙا طعنا ۽ مهڻا مليا، پر هن جو چاهہ مانو نہ ٿيو. هن موسيقيءَ جي ابتدائي سکيا جيوترام مٽائيءَ کان حاصل ڪئي. امر رام، جڏهن تہ روهڙيءَ جي هڪ بزرگ جو گادي نشين. ڪيس خانصاحب امير خان

وٽ وٺي ويو. جنهن ڪيس ابتدا ۾ ’درگا‘ راڳ سيکاريو. چندر جو چاچو هن لاءِ امرتسر مان باجو وٺي آيو ۽ پوءِ هن راڄ جا سُر سُرن جون شڪليون ۽ سرگم سکيا. آروهي، امروهي، ڪومل ۽ شڌ جي ڄاڻ ورتي ۽ هڪ عظيم ڪلاڪار بڻجي پيو.

چندر ابتدا ۾ بانسريءَ کي ’مائوٿ آرگن‘ (وات جي ساز) طور وڄائيندو هو جنهن کان پوءِ ڏينهن رات هڪ ڪري باجو سکيو هن سنڌ جي صوفي بزرگن جي صحبت مان وڏو فيض پرايو جن ۾ روشن علي شاهه جهانيان وارو، سائين هادي بخش شاهه، دادن شاهه، نصير فقير جلالاڻي، درازن جا صوفي فقير، قلندر شهباز جا گادي نشين، هالا، مانجهند، پٽ شاهه، وسڻ گهوٽ، پارو شاهه ۽ ٻين درگاهن جا صوفي فقير ۽ سنت شامل هئا. اهي فقير جڏهن يڪتارا کڻي نچندا هئا ته چندر به ساڻن شامل ٿي ويندو هو.

هڪ دفعي سنڌ گراموفون ڪمپنيءَ جي ايجنٽ لالچند هڪ محفل ۾ چندر جو سريلو آواز ٻڌو ته مٿس موهت ٿي پيو ۽ ڪيس ٻين هنڌن متعارف ڪرايو جنهن بعد سندس فن وڏي مڃتا ماڻي.

چون ٿا ته هڪ دفعي نامور ڳائڻي جيوڻي ٻائيءَ ٺارو شاهه ۾ محفل ڪئي، جنهن ۾ ماستر چندر به ڳايو چندر جو راڳ ٻڌي، جيوڻيءَ ڪيس رڪارڊنگ لاءِ زور پريو بعد ۾ ماستر چندر ۽ نوري مسخري، پرين واري کي رڪارڊنگ لاءِ بمبئيءَ وٺي وئي.

گراموفون لاءِ پرايل ماستر چندر جو پهريون رڪارڊ، ان دور جي مشهور ڪليڪٽر، محمد بخش فوجيءَ جو ڪلام هو جيڪو هن ’سر آساوري‘ ۾ رڪارڊ ڪرايو جنهن جا ٻول هئا:

طبيبا خيال سان ڏسجو
اٿم ڪا دل جي بيماري،
جسم تازو توانو آ،
ڊِري ٿم نبض دِل واري!

چندر جا ڳايل اڪثر ڪلام ماڻهو جهونگاريندا هئا. اهو سندس گائڪيءَ جي فن جو ڪمال هو اهڙن ڪلامن ۾:

(1) ’قسمت ڪئي جدائي، ڪنهن تي ميار ناهي‘،
(2) تنهنجي شهر ۾ آيس قسمت سان، پر سهڻا ڪين رهايو تو‘،
(3) ’هڪ ڳالهه ته ٻڌ، منهن هيڏي ڪر!‘
(4) دل آهه هتن ۾، تو خريدار کي ڳوليان،
(5) سهڻا، پنهنجي اکين کي جهل تون (ضياء)
(6) سِڪ ۾ سِڪيءَ کي نه سڪاءِ پيارا!
(7) رُس نه، رُسڻ ۾ ڇا هي راڻا!
(8) تون هجين ۽ مان هجان، برسات جون راتيون هجن،
(9) رُنائي رهن پر هجن حياتي،
(10) دل منهنجي، هن جي هڪ آ (ضياء)
(11) هڪ ڳالهه ته ٻڌ، منهن هيڏي ڪري.

ماستر چندر عوامي محفلن ۾ راڳ ڳائڻ جي شروعات پڳتن جي پڳتين وارن پروگرامن ۾ شريڪ ٿيڻ سان ڪئي. چندر گائيڪيءَ کي نوان انداز ڏنا، ڳائڻ جي فن ۾ انوکا ۽ البيلا نمونا ايجاد ڪيائين. ان ڪري هن فن ۾ ٽرينڊ سيٽر (Trend- setter) هو ڳائڻ وقت محفلن کي مُنڊي ڇڏيندو هو.

ماستر چندر جي آواز ۾ جادو هو سندس مٺڙي ۽ درديلي آواز ڳهڻن کي مست بنائي ڇڏيو هو ان جو هڪڙو مثال اهو آهي ته چندر هڪڙي ڀيري سري گهاٽ، حيدرآباد ۾ ڳايو پئي ته اوچتو مٿان ماڙيءَ تان نوٽن جا بنڊل اچي سندس مٿان ڪريا. خبر پئي ته هڪ ارڙهن سالن جي ڇوڪري، حيدرآباد جي هڪ وڏي سيٺ جي نياڻي، راڳ ٻڌندي ايڏي ته مستاني ٿي پئي، جو پنهنجي پيءُ جي تجوري کولي، ان مان سمورا نوٽ کڻي چندر ڏانهن اُڇلايائين. ان زماني ۾ لائوڊ اسپيڪر نه هئا. چندر جو آواز ڇٽو ۽ سُريلو هو جيڪو پري پري تائين ٻڌڻ ۾ ايندو هو

ماستر چندر کي حياتيءَ ۾ وڏي مڃتا ملي. رڪارڊ ڪمپنيءَ طرفان چندر جا وڌ ۾ وڌ گراموفون رڪارڊ پرائڻ جي پيش نظر هن جي فن جي قدرداني ڪندي، سندس حسن ڪارڪردگيءَ تي ڪيس ڏهن تولن جو سونو ميڊل انعام طور ڏنو ويو ڪيس ٻين ڪلاڪارن کان وڌيڪ رائلٽي ڏني ويندي هئي. هن راجائن ۽ نوابن وٽان به هن سرٽيفڪيٽ ۽ ميڊل حاصل ڪيا، ڪيس پنڊت ٺاڪر ۽ بڙي غلام علي خان ’سنگيت آچاريه‘ جو لقب عطا ڪيو ۽ سرڪار وٽان به ڪيترا انعام حاصل ڪيائين، پر چندر کي اُهو غريب ماڻهو ڪڏهن نه وسريو جنهن ڪيس ميرپورخاص ۾ ڳائيندي، پٽڪي مان نوٽ ڇوڙي پئي ڏنا ۽ پئسن ختم ٿيڻ تي هن مٿي تان پٽڪو لاهي سندس پيرن تي اچي رکيو چندر جو چوڻ هو ته هن کي اهو انعام زندگيءَ ۾ مليل سمورن لقبن ۽ اعزازن کان وڌيڪ هو.

1947ع ۾ ننڍي کنڊ جي ورهاڱي کان پوءِ اڪثر هندو سنڌ ڇڏي ڀارت هليا ويا. چندر کي به مجبوراً سنڌ ڇڏڻي پئي. ڀارت ۾ پهرين اجمير، پوءِ بمبئيءَ ۽ ڪلڪتي ويو. آخر ۾ بمبئيءَ ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين.

ڀارت لڏي وڃڻ کان پوءِ سنڌ جي اُڪير هڪ دفعو ڪيس واپس وطن جي زمين تي ڇڪي آئي. 1955ع ۾ سنڌي عوام جي بيحد اسرار ۽ سرڪار جي دعوت تي ماستر چندر سنڌ ۾ آيو ۽ مختلف جاين تي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيائين. ٽي مهينا سنڌ ۾ رهيو ان دوران ’قطب شاهه جهانيان‘ جي ميلي ۾ به شريڪ ٿيو پنهنجي اباڻي ڳوٺ ٺارو شاهه به ويو. جتي گوڏورام جي ٽِڪاڻي ۾ اچي رهيو ۽ اتي ئي راڳ جون محفلون مچايائين. چون ٿا ته راڳ دوران ماڻهن ڪيس پئسا ڏيڻ شروع ڪيا ته چندر اُٿي بيٺو ۽ هٿ ٻڌي حاضرين کي چيائين: ”سجڻو! پئسا نه منهنجي پليان هلندا وتن، مان صرف اوهان سان ملڻ آيو آهيان. اوهان سان دِل جا حال اورڻ آيو آهيان.“

ٺارو شاهه ۾ قيام دوران هو پنهنجو گهر به گهمڻ ويو نلڪي جو پاڻي پيتائين. پاڻيءَ جي دِلِي ڀري کنيائين ۽ بعد ۾ اهو پاڻي پاڻ سان هندستان کڻي ويو ان کان سواءِ سنڌي سازن مان به ٽي گهاگهريون ٺهرائي پاڻ سان گڏ بمبئي کڻي ويو. چون ٿا ته سنڌ جي سفر دوران سرڪاري جاسوس چندر جي پليان پيا هلندا هئا، تن کي مخاطب ٿي ٿي چندر هيٺيون ڪلام چيو هو:

’تنهنجي شهر ۾ آيس قسمت سان، پر سهڻا ڪين رهايو تو!‘

ماسٽر چندر پنهنجي اولاد ۽ گهر وارن سميت ڪيترن ملڪن جو سفر ڪيو ۽ اُتي پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. ماسٽر چندر کي پنجن پٽن ۽ ٻن ڌيئرن جو اولاد ٿيو. سندس وڏو پٽ ڪنيالال 16 سالن جي عمر ۾ گذاري ويو. ٻيو پٽ مَنسُک ٽئين درجي ۾ پڙهندو هو ته گذاري ويو. سندس ٽيون پٽ گوپ چندر ڪاروبار ڪندو آهي ۽ ڳائيندو به آهي. سندس چوٿون پٽ هير چندر انڪم ٽيڪس جو وڏو وڪيل آهي، ساز وڄائي ڄاڻندو آهي، پر ڳائيندو نه آهي. چندر جو پنجون پٽ مهيش چندر، پيءُ وانگر وڏو فنڪار ۽ هندستان ۾ فلمن جو ناليوارو موسيقار آهي، سندس سنڌي ۽ هندي ڪلامن جا البم ۽ سي ڊيون جاري ٿيل آهن. چندر جا ٽئي پٽ پيءُ وانگر ملنسار ۽ خوش اخلاق آهن ۽ پيءُ جي ورثي جا وارث آهن.

ماسٽر چندر جي ڪلامن تي ڪجهه عرصو 1965ع جي جنگ کان پوءِ سنڌ ۾ ريڊيو ٽي. وي تي بندش هئي، پر اڄوڪي سنڌ اهي بندشون ٽوڙي چڪي آهي. ڪنور ڀڳت ۽ ماسٽر چندر نه رڳو سرڪاري ميڊيا تي، پر پرائيويٽ چئنلن تي به اڄ ڳائجي رهيا آهن. چندر چون ٿا ته 3000 کان به مٿي ڪلام ڳايا ۽ انهن جون ڌُنون ٺاهيون.

سنڌ جو هي البيلو ڪلاڪار، 2 نومبر 1984ع تي اٽڪل 78 ورهين جي ڄمار ۾ ممبئيءَ ۾ گذاري ويو. ماسٽر چندر جي زندگيءَ تي، ٺارو شاهه جي رهاڪو ۽ هن وقت احمد آباد ۾ رهندڙ مشهور اديب، ارجن پمياڻيءَ، 1989ع ۾ هڪ ڪتاب 'سنگيت آچاريه ماسٽر چندر' ڇپائي پڌرو ڪيو. سندس زندگيءَ تي ٻيو ڪتاب به سندس ڳوٺائي، ڊاڪٽر غلام قادر سومري 'سنگيت آچاريه، ماسٽر چندر مهان ڪلاڪار' جي عنوان سان لکيو، جنهن کي سندس فرزند افتخار سومري، 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**چندرو آتما**: هندستان جي مشهور ۽ معروف سنڌي گائڪ، چندرو آتما جو جنم 17 سيپٽمبر 1938ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿيو. سندس سچو نالو چندر



هشمتراءِ چئنائي هو هي پنهنجي وڏي ڀاءُ سي ايڇ آتما وانگر سنڌي گائڪي ۾ وڏو نالو ۽ حيثيت رکي ٿو. هن جو آواز مشهور گائڪ ڪي ايل سهگل سان ملندڙ هئڻ ڪري ڪافي پسند ڪيو وڃي ٿو چندرو آتما هندستان کان سواءِ يورپ ۾ به پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪو آهي. هي دور درشن ۽ آل انڊيا ريڊيو تي سنڌي، هندي ۽ راجستاني فلمن ۾ ڳايو آهي. کيس پوئين عمر ۾ جئه هند ممبئيءَ ۾ آرٽس ۽ ميوزڪ جو اعزازي پروفيسر مقرر ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ هي سنڌي، هندي ۽ راجستاني فلمن ۾ پلي بيڪ سنگر طور ڳائي چڪو آهي. چندرو آتما جون هيل تائين ڪافي سيڊيون ۽ ڪيسٽون پڻ جاري ٿي چڪيون آهن، جن ۾ سنڌي گيت، ڪلام، ڀڄن ۽ غزل شامل آهن. سندس مشهور ڪئسٽن جا عنوان هي آهن: (1) نوان سنڌي راڳ (1985ع)، (2) سچل جا ڪلام (1980ع)، (3) جيئي جهولي لال (1990ع) ۽ (4) پيار (1998ع). چندرو آتما کي گائڪيءَ سبب ڪيترا اوارڊ ۽ اعزاز به مليا آهن، جن ۾ (1) گولڊن وائس، آرٽس ڪلب ممبئيءَ طرفان (1976ع)، (2) 'جئه ديو' راجستان سرڪار طرفان (1988ع)، (3) راجيشور اوارڊ، سرسنگر سمساد طرفان (1990ع).

هي راڳ کي عبادت سمجهندو آهي. هن وقت ممبئي ۾ رهي ٿو.

**چَند فقير**: چند فقير ضلعي لاڙڪاڻي جي ڳوٺ ڦولڙي ۾ جنم ورتو هو. هميشه گيڙو رنگ جا ڪپڙا پائيندو هو هو اڳتي هلي ڦولڙي مان لڏي وڃي شهدادڪوٽ ۾ ويٺو. يڪتاري چپڙيءَ تي صوفيانه ۽ عارفانه ڪلام ڳائيندو هو. سچل سرمست جو وڏو عقيدتمند هو. چانڊيا قبيلي جي سربراهه نواب غيبي خان چانڊيي جي ڪچهريءَ جو رڱي هو. چندَ فقير جو آواز ڏاڍو سُريلو هو ۽ هن جي آواز ۾ وڏو ميناج هو. هو وڏو درويش هو. نواب غيبي خان چانڊيي طرفان ڪيس لاپو ۽ انعام اڪرام به ڏيندو هو. فقير صاحب سچل سائينءَ جي هيٺين ڪافي وڏيءَ موج ۽ مستيءَ سان ڳائيندو هو:

محبوب ڳولي ڏس مَن ۾، معشوق ڳولي ڏس مَن ۾!
بي فائدو بازار گهمين ڇو اٿئي بلبل باغ بدن ۾،
محبوب ڳولي ڏس من ۾!
هيائيءَ سان ٿو ٻاهر ڳولين، نه ٿئي ٻن بحر ۽ بن ۾،
محبوب ڳولي ڏس مَن ۾!

**چندن** (ديهه): تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بيگوديرو ٿورهي، مٺيا راهوجا، سهاڳ، چيجو ۽ واهه جي ڪور.

**چندناڻي، ارجن** (سي. ارجن): هندي ۽ سنڌي فلمي دنيا ۾ ڪي ڳاڻ



ڳٽيا سنڌي ميوزڪ ڊائريڪٽر داخل ٿيا آهن، جن ۾ بلوسي راڻيءَ جو پيءُ چنديرام، بلو سي. راڻي، گلشن صوفي ۽ چندناڻي ارجن عرف عام ۾ 'سي. ارجن' جا نالا قابل ذڪر آهن، جن هندي ۽ سنڌي فلمن ۾ سنگيت ڏئي، پنهنجين نرالين ڌُنن، طرزن ۽ بندشن سان فلمي موسيقيءَ کي اوج وٺايو آهي.

موسيقار سي. ارجن پهرين سنڌي فلم 'اباڻا' ۾ 1958ع ۾ سنگيت ڏنو. سي. ارجن ڀارت ۾ ٺهيل وڏ ۾ وڏ سنڌي فلمن جي موسيقي ترتيب ڏني آهي. سي. ارجن پنهنجي موسيقيءَ جو دائرو صرف سنڌي فلمن تائين محدود نه رکيو هن ڪيترين هندي فلمن ۾ به موسيقي ڏني. هندي فلمن مان فلم 'جئه سنتوشي ما' سي. ارجن جي موسيقيءَ جي لئنڊمارڪ آهي. هن فلم جا گيت گهر گهر جا گيت بڻجي پيا. موسيقيءَ جي عوامي مقبوليت سبب فلم 'سنتوشي ما' باڪس آفيس جا سڀ رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا ۽ ڪيترن شهرن ۾ ته ان جي سلور جوبلي ۽ گولڊن جوبلي ملهائي وئي. فلم موسيقيءَ سبب ايڏي ته ڪامياب وئي، جو ماڻهن سنتوشي ماءُ جو ورت رکڻ شروع ڪيو 'سنتوشي ما' کان سواءِ سي. ارجن ٻين ڪيترن هندي فلمن ۾ موسيقي ڏني ۽ سندس ٺاهيل طرزون/ ڌُنون ڏاڍيون مقبول ٿيون.

هن طلعت محمود ۽ محمد رفيع کان هڪ فلم ۾ دوگانو به ڳارايو. سي. ارجن فلم جون ڌنون پهرين ٺاهيندو هو پوءِ ان ڌن جي آڌار تي گيتڪار

ڪان گيت جا ٻول لکرائيندو هو. هڪ ڀيري فلمي دنيا جي مشهور شاعر جان نثار اختر ڪيس ٻولن کي ڌيان ۾ رکي ڌنن ٺاهڻ جو مشورو ڏنو جنهن تي هن عمل ڪيو. فلم 'مئن اور ميرا ڀائي' جا گيت پهرين لکايا ويا ۽ پوءِ سي. ارجن ڌنون ٺاهيون. فلم جون ڌنون ۽ گيت عوام ڏاڍا پسند ڪيا. سي. ارجن پنهنجي فلم جي پلي بئڪ سنگرن کي ڪافي ريهرسل ڪرائيندو هو. هُو لتا منگيشڪر ۽ محمد رفيع جي گهر وڃي ڪين ريهرسل ڪرائيندو هو. سي. ارجن فلم روڊ نمبر 302 (1960ع) ۾ پهرين موسيقي ڏني. سي ارجن، جن هندي فلمن جي موسيقي ڏني، تن جو سال وار تفصيل هن ريت آهي:

(1) روڊ نمبر 303 (1960ع)، (2) مين اور ميرا ڀائي (1961ع)، (3) سشيلا (1966ع)، (4) پنر ملن (1965ع)، (5) چلي هين سسرال (1966ع)، (6) لنبوان هانگ ڪانگ (1967ع)، (7) منگو دادا (1970ع)، (8) اُستاد پيڊرو (1971ع)، (9) جئہ سنتوشي مان (1975ع) مٿين سمورين فلمن جا گيت تمام گهڻا مشهور ٿيا.

سي. ارجن جو اصلي نالو ارجن چنداڻي آهي، پر هن ذات يا نک کي اڳيان رکي سي. ارجن جي نالي سان مشهوري ماڻي آهي. هن جو جنم 1- سيپٽمبر 1933ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿيو سندس والد پرمانند چنداڻيءَ کي موسيقيءَ سان وڏو چاهه هو هن چاهيو ٿي ته ارجن باقاعدي موسيقيءَ جي سکيا وٺي. ارجن جو والد سنڌي اسڪول جي ڪلاس مان گسائڻ تي ايترو ناراض نہ ٿيندو هو جيترو موسيقيءَ جي ڪلاس مان گسائڻ تي ناراض ٿيندو هو. سندس پاءُ وليرام بہ موسيقيءَ جي سکيا وٺندو هو ۽ سنو ڳائيندو هو. سي. ارجن کي ننڍپڻ کان سنگيت سان چاهه هو. اٺن نون سالن جي عمر ۾ پٽس ڪيس 'ڪلياڻ پارتي سنگيت وديالي' ۾ داخل ڪرايو سندس استاد جو نالو رام پنور ترويدي هو. ارجن هارمونيم سکندو هو. ننڍپڻ ۾ لجارو هو ۽ اسٽيج تي اچڻ کان لهرائيندو هو ورهاڱي کان پوءِ بمبئيءَ وڃ رهيو. مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد ريلوي ۾ نوڪري ڪيائين. پڙهڻ کانِ وڌيڪ موسيقيءَ ۽ ڌُنن/ طرزن ٺاهڻ جو شوق هوس. بازار مان فلمي چوپڙيون وٺي گيتن جون ڌنون ٺاهيندو هو هن مشهور موسيقار بلو سي راڻي جي سنگ ۾ ڪافي پرايو. آخر سندس موسيقار ٿيڻ جي خواهش پوري ٿي، جڏهن ڪيس 'اباڻا' سنڌي فلم ۾ بلو سي راڻيءَ سان گڏ موسيقي ڏيڻ جو موقعو مليو. 'اباڻا' فلم جا گانا ڏاڍا مشهور ٿيا. سي. ارجن هيٺين سنڌي فلمن ۾ موسيقي ڏني:

(1) اباڻا (1956ع)، (2) انصاف ڪٿي آ (1960ع)، (3) جهوليلال (1964ع)، (4) لاڏلي (1966ع)، (5) سنڌوءَ جي ڪناري (1966ع)، (6) هوجمالو (1968ع)، (7) شل ڌيئر نہ جمن (1968ع)، (8) هل تہ پڇي هلون (1984ع).

سي. ارجن فلمن ۾ گيتڪار پرسرام ضيا ۽ گورڌن ڀارتيءَ جي گيتن کي پلي بئڪ ڳائڪن: سرلا سامتاڻي، بلو سي. راڻي، ماسٽر چندر، آسن ميراڻي، وديا گريخشاڻي، ساوتري گدواڻي، ڪانتا پي. لال، نرملا ساپرو، رام پنجواڻي، ڀڳونتي ناواڻي، سترام روهيڙا، آشا هرگناڻي، چندرو آتما، ڪلان هزاري، ڪملا ڪيسواڻي، مهيش چندر، جيٺا لال، لتيڪا سين، گهنشام واسواڻي ۽ ارونا ڪندناڻيءَ ڪان ڳارايو

سي. ارجن نہ رڳو سنڌي ڳائڪن ڪان فلمن ۾ گيت ڳارايا، پر غير سنڌي مشهور پلي بئڪ ڳائڻن: آشا ڀوسلي، لتا منگيشڪر، اُشا منگيشڪر، مهيندر ڪپور ڪان بہ سنڌي گيت ڳارايا. سي. ارجن جي ڌُنن ۾ لوڪ سنگيت، ڪلاسيڪل سنگيت ۽ مغربي سنگيت نمايان آهن. هن پنهنجي ڌنن ۾ ميناج کي وڌيڪ اهميت ڏني.

سي. ارجن جڏهن فلمي سنگيت جي دنيا ۾ ڦوهہ جوانيءَ ۾ هو تہ سندس لاڏاڻو ٿيو هو اڄ اسان وٽ موجود نہ آهي، پر سندس موسيقيءَ جي ڌنن جو خزانو رڪارڊن ۽ ڪئسيٽن ۾ موجود آهي.

**چندن** (Sandal Wood): هڪ وچولي قد جو وڻ آهي، جنهن کي عربيءَ ۾ 'صندل' چئبو آهي. گجراتيءَ ۾ هن کي 'سکند' چون ٿا، جنهن جو سنڌي اُچار 'سرکند' آهي، جيڪو لفظ شاهہ لطيف سُر مومل ۾ بہ ڪم آندو آهي:



'آءُ راڻا رهہ رات، تنهنجي چانگي کي چندن چاريان'

چندن جي ڪاٺي سرهي ٿيندي آهي. هندي، پارڪري ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ چندن جو خوب ذڪر ڪيو ويو آهي:

چندن اُڳو بن پيڙ ۾، رونڪي هئي من آس،
مي پي چندن بٽيسان، چندن سڳنڌي واس.
(ڪبير)

**چندن ڳڙ:** پارڪر جي راڻي چندن سنگهہ دشمن کان بچاءَ لاءِ ڪارونجهر جبل ۾ هڪ قلعو ٺهرايو هو جنهن کي سندس نالي پٺيان 'چندن ڳڙ' سڏجي ٿو. راجپوت هن قلعي ۾ ويهي دشمن سان مقابلو ڪندا هئا. 1859ع ۾ روپلي ڪولهيءَ ۽ تروٽ واري لڙائيءَ وقت ڏيسا جي فوج، ميجر ڪئليءَ جي ڪمان هيٺ پهتي هئي ۽ توپن سان 3 مئي 1859ع تي 'چندن ڳڙ' کي اڏائي ڇڏيو. چندن ڳڙ اڄ ڏينهن تائين ڊٺل حالت ۾ موجود آهي ۽ تاريخ جي حقيقت جو اهڃاڻ بڻيل آهي تہ هتي روپلي ڪولهي ۽ راڻي چندن، انگريزن کي 1859ع تائين سنڌ جي هن حصي تي قبضو ڪرڻ نہ ڏنو، جڏهن تہ هو باقي سنڌ تي 1843ع ۾ قابض ٿي چڪا هئا.

**چندن گل ٻوٽي** (Evening Prime Rose, Evening Star Moon flower): لاطيني Oenotherabiennis آڪهہ onagraccae وارو هي ٻوٽو اصل آمريڪا ۾ ٿيندو آهي، پر پاڪستان توڙي سنڌ جي نرسرين ۾ بہ عام ملي ٿو هي ٻوٽو ڇهہ ماهي ٿيندو آهي، جيڪو 90 کان 120 سينٽي ميٽر ڊگهو ٿئي. هن ٻوٽي جا گل هيدا ۽ پن ساوا، ڊگها ۽ ويڪرا ٿين. حڪيمن جو چوڻ آهي تہ

هن جون پاڙون يا ٽاريون ڪاڙهي ماکيءَ ۾ ملائي شربت ٺاهي پيارڻ سان کنگهہ ختم ٿي وڃي ٿي. هن جي ٻجن جي تيل ۾ چربيءَ وارا جز هوندا آهن. جيڪي چمڙيءَ کي نرم ۽ خوبصورت ڪن ٿا.هن جو تيل پيئڻ سان وزن گهٽ ٿئي ٿو ۽ بلڊ پريشر گهٽائي ٿو.



**چندن هار**[1]: هڪ قسم جو ڳهہ (چنڊ جهڙين گول پتلين سان پوتل هار). اصل ۾ هيءُ هار چانديءَ مان ٺهندو هو جيڪو سچي چاتيءَ کي ڍڪي ڇڏيندو هو موجوده دؤر ۾ هي هار سون مان بہ ٺهندا آهن. ٻہ هزار سال ق. م ۾ هيءُ هار چانديءَ مان ٺهندو هو جنهن ۾ چانديءَ جي زنجيرن ۾ ننڍا ننڍا چنڊ جڙيل هوندا هئا. يعني اهو هار جنهن ۾ طوق مثل ننڍڙا ننڍڙا هار جڙيل هجن. ان دؤر ۾ بہ هن ڳهہ کي چندن هار ڪري چوندا هئا. چانديءَ جي تارن ۾ مڙهيل تارن ۽ گهنگهرن جيان



ٽن انچن تائين موڪري پٽي وارو هار جيڪو پيٽ جي اڌ حصي تائين پاتل هوندو آهي ۽ هيٺان ڏن تائين ڇهن انچن کان نون انچن جو موڪرو پٽلو هوندو آهي. هيءُ هار ڪنوار جي ڳهن ۾ شامل هوندو آهي.

**چندن هار**[2] (ڪتاب): شمس العلماء، مرزا قليچ بيگ جي شاعريءَ جو هي اهم ڪتاب، سندس وڏي فرزند اجمل بيگ مرزا جي پيش لفظ سان پهريون پيرو مڪمل، سنڌي ادبي بورڊ، 1959ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو چندن هار جو پهريون ڀاڱو 1916ع ۾ شايع ٿيو هو جيڪو اڄڪلهہ ناياب آهي. ’چندن هار‘ جا ٻئي ڀاڱا گڏي، اجمل بيگ جي ترتيب سان سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري محمد ابراهيم جويي ڇپرايا. چندن هار (شاعري) ۾ ڪم آيل مضمون، عليم ۽ عقلي نڪتن ۽ تمثيلن، ضرب المثل ۽ نصيحت آميز ڳالهين تي مشتمل آهن. ڪتاب جا ٻئي ڀاڱا مختلف مضمونن ۽ شعر جي جدا جدا بحرن ۽ وزنن تي مشتمل آهن. مضمونن جي فهرست ڪتاب جي آخر ۾ ڏني وئي.

هن ڪتاب ۾ متفرقہ شعر آهن، جيڪي ننڍن قطعن، مثنوين، رباعين، مسدس، مخمس تي مشتمل آهن. هڪ بحر ۽ وزن وارا شعر هڪ هنڌ ڏنا ويا آهن ۽ انهن جي مهڙ ۾ شعر جو بحر ۽ وزن بہ ڏنو ويو آهي.

هي ڊيمي سائيز جي 561 صفحن تي مشتمل ڪتاب آهي، جنهن جي فهرست پليان چوويهن صفحن تي ڏنل آهي. ڪتاب جي قيمت 1959ع ۾ 6 رپيا رکي وئي هئي.

**چندن هار**[3] (ڪتاب): هي ڪتاب احمد مرتضيٰ لال جو لکيل آهي، جو مئي 1996ع ۾ مهراڻ اڪيڊميءَ شڪارپور طرفان ڇپجي مارڪيٽ ۾ آيو آهي. هن ڪتاب ۾ ’چندن هار‘ سميت جملي 25 اسلامي ڪهاڻيون شامل آهن. هر ڪهاڻيءَ ۾ هڪ سبق ۽ هڪ نصيحت سمايل آهي. رنگين ۽ پڪي جلد واري ٽائيٽل ڪور سان 83 صفحن تي مشتمل ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا ڄاڻايل آهي.

**چندڻ ڳوهہ**: هي ٿر ۽ لاڙ ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جو سرڙوجيت آهي، جيڪو ’ڳوهہ‘ جي قسم ۾ شمار ٿئي ٿو ٿر ۾ پيرن وارن جيتن مان چندڻ ڳوهہ عام ۽ مشهور آهي. هيءُ ڏيڍ فٽ ڊگهي ٿيندي آهي. ننڍڙن دڙن جي اپ ڪپرن پاسن ۽ ٻٽن وٽ نرم زمين ۽ ٻر ڪوٽي رهندي آهي. ڪنڊن وارن لوڙهن ۾ بہ رهندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن زبان ٻاهر ڪڍي لِبرڪا ڪندي آهي. هن جي پيرن جي چنبن ۾ سخت ننهن ٿيندا آهن، جنهنڪري پٽين تي بہ چڙهيو وڃي. هيءَ ڏيڏر، گونگهيون، گهرٽيون، ننڍا جيت ۽ جهرڪين جا آنا ۽ ٻچا کائيندي آهي. هن کي ڪي جوڳي ۽ ڪولهي کائيندا بہ آهن ۽ سندس کل ٻاهرين ملڪن ۾ وڪري لاءِ بہ موڪلي ويندي آهي.

**چندور** (ٻوٽو): هي ٻوٽو ٿر ۾ ڪٿي ڪٿي ٿيندو آهي، پر ڪارونجهر جبل ۾ خاص ڪري ٿئي ٿو هي خوشبوءِ وارو ٻوٽو آهي. هن کي عورتون وارن ۾ خوشبوءِ طور استعمال ڪنديون آهن. هن ٻوٽي کي مال بہ شوق سان کائيندو آهي. هن ٻوٽي جي ڪاٺيءَ مان هڪ خاص قسم جو معجون مهمائي ٺاهيندا آهن. جيڪو پڳل ٽُٽل جو علاج آهي. هن جو ڪونئر ٽڪل مال کي کارائيندا آهن تہ سگهو ٿيندو آهي.

**چندو لال جٿسنگهاڻي**: نالي وارو اديب، انگريز مخالف ۽ سرگرم سياسي ڪارڪن ٿي گذريو آهي. سندس والد ديوان ڪشنچند جٿسنگهاڻي هو. چندو لال 1918ع ڏاري رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو ننڍپڻ کان محنتي ۽ ذهين هو بي. اي ۽ ايل. ايل. بي جون ڊگريون حاصل ڪيائين. هن ’آل انڊيا اسٽوڊنٽس فيڊريشن‘ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ ۾ سنڌ جي نمائندگي ڪئي هئي. لاڙڪاڻي جي پنچائت جو سيڪريٽري بہ هو تہ سچي سنڌ جي بوائز اسڪائوٽس ائسوسيئيشن جو بہ سيڪريٽري رهيو پهرين اپريل 1939ع تي ڪراچيءَ ۾ ايديوڪيشنل ڪانفرنس ٿي هئي، جنهن ۾ ضلعي جي ڪليڪٽرن کي تعلقي ۽ ضلعي مان ميمبر چونڊڻ جا اختيار ڏنا ويا، تڏهن هُن کي ضلعي ڪليڪٽر، رتيديري ۽ لاڙڪاڻي لاءِ ميمبر چونڊيو هو هو 1942ع ڌاري انگريزن خلاف هليل ’ڪئٽ انڊيا‘ تحريڪ ۾ حصو وٺڻ ڪري جيل بہ ويو هو هُن ڪيترائي درسي ڪتاب ۽ ناول لکيا آهن، جن مان هڪ ناول ’ماڊوري زندهہ دل ۽ دوکو‘ تمام گهڻو مشهور ٿيو.

**چنديراماڻي**: چنديراماڻي، هندن جي هڪ نک آهن. هي ساهتي پرڳڻي ۾ رهندا هئا، جتان پوءِ منشي آوتراءِ ملڪاڻيءَ سان گڏجي حيدرآباد ۾ اچي رهيا، جتي چنديراماڻي گهٽي مشهور آهي. هيءَ گهٽي ’ملڪاڻي گهٽيءَ‘ سان لڳولڳ آهي.

- ڳوٺ چنيجا تعلقي موري جي ديوان مڏنداس جي آکهہ وارا بہ پاڻ کي چنديراماڻي سڏائيندا هئا، جيڪي پهرين حيدرآباد جي چنديراماڻي گهٽيءَ ۾ رهندا هئا، پوءِ لڏي اچي چنيجن ۾ رهيا.

**چنڊ** (Moon): نهري جسامت رکندڙ هڪ گرهه، جنهن کي اسين چنڊ سڏيون ٿا، اُهو زمين کي ويجهي کان ويجهو گرهه آهي. قديم دؤر جي ماڻهن ۾ چنڊ بابت جدا جدا عقيدا رائج هئا، ڪي هن کي پراسرار شيءِ سمجهندا هئا ته



ڪن جي خيال ۾ هي طاقت جو ديوتا هو ڪي ماڻهوان ڪي موسمن جو مالڪ ليکيندا هئا ته ڪي چنڊ کي پنهنجي قسمت ساڻ وابسته سمجهندا هئا. چنڊ بابت اهڙين من گهڙت ڳالهين ۽ خيالن جو سلسلو ويهين صديءَ جي آغاز تائين هلندو رهيو ان وقت تائين چنڊ جي بناوت جو خاڪو واضح نه هو ويهين صديءَ جي آخري ڏهاڪن کي 'خلا جي تسخير جو دؤر' سڏيو ويو آهي، ڇو ته هن دور ۾ ايجادن ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ترقيءَ سان انسان جو صدين کان چنڊ تي پهچڻ وارو خواب پورو ٿيو.

چنڊ جي وجود بابت ڪيترا سائنسي نظريا موجود آهن، جن مان ٽي بنيادي نظريا قابلِ ذڪر آهن: (1) نظريو: هن نظريي مطابق چنڊ زمين جو ٽڪرو آهي، جڏهن زمين جو وجود ابتدائي مرحلا طئي ڪري رهيو هو ۽ اڃا پگهريل صورت ۾ هو ته ان حالت ۾ سج جي چوڌاري گردش ڪندي، ان جي شڪل ڊگهي ڪَرُوُ جهڙي ٿي وئي هئي. تڏهن ان جي جسم مان ٿورو ٽُڪر ٽُٽي، جدا ٿي ويو ۽ پوءِ ان جي ئي چوڌاري گردش ڪرڻ لڳو پاڻيٺ واري حالت ۾ جدا ٿيل ٽُڪرو، جنهن هنڌان جدا ٿيو هو اڄ اتي پئسفڪ وڏو سمنڊ موجود آهي. سائنسدان پنهنجي نظريي جي تائيد ۾ چون ٿا ته جيترو وزن پئسفڪ سمنڊ جي پاڻيءَ جو آهي، اوترو ئي وزن چنڊ جو هوندو. يا ائين چئي سگهجي ٿو ته پئسفڪ سمنڊ مان پاڻي ڪڍجي ته ان خال ۾ چنڊ سمائجي ويندو. (2) نظريو: هن نظريي وارن سائنسدانن جو خيال آهي ته چنڊ زمين جي عمر کان وڏو آهي. سندن چواڻي چنڊ، نظام شمسيءَ جي شروعاتي دؤر ۾ وجود ۾ اچي چڪو هو جڏهن ته زمين ان کانپوءِ وجود ۾ آئي هئي.

(3) نظريو: سائنسدانن جي اڪثريت جو خيال آهي ته چنڊ ۽ زمين هڪ ئي وقت وجود ۾ آيا. ٻنهي جي بناوت ۾ هڪجهڙا بنيادي عنصر ملن ٿا. چنڊ، ڌرتيءَ جو ويجهي کان ويجهو گرهه آهي. اهو ئي سبب آهي جو هڪ مهيني جي عرصي ۾ مختلف وقتن تي جدا جدا شڪليون اختيار ڪندو رهندو آهي.

چنڊ جي هن جادوئي طرز واري خصوصيت جي ڪري ماڻهن ۾ مختلف خيال ظاهر ٿيا، جهڙوڪ: چنڊ موسمن تي اثر انداز ٿئي ٿو.

اڪثر سائنسدان هن ڳالهه تي متفق آهن ته حقيقت ۾ چنڊ هڪ نهرو جسم آهي، جيڪو زمين کان لڳ ڀڳ اڍائي لک ميلن جي پنڌ تي آهي، جيڪو ڪنهن به قسم جي توانائي خارج نٿو ڪري، پر سج جي ٿوري روشنيءَ کي موٽ ڪارائي ٿو هي خود روشن جسم ناهي. ان ڪانسواءِ ڌرتيءَ تان چنڊ جو صرف اڌ حصو نظر ايندو آهي.

چنڊ جو قطر 2160 ميل، يعني ڌرتيءَ جي قطر جي چوٿين حصي جيترو آهي. وزن جي لحاظ سان زمين جي تور جو ايڪاسيون حصو آهي. ڪشش ثقل جو دارو مدار جسم جي گهٽ وڌائيءَ تي هوندو آهي. ان حساب سان زمين تي جيڪو وزن 150 پائونڊ آهي ته چنڊ تي ان جسم جو وزن فقط 20 پائونڊ ٿيندو، ساڳيءَ طرح زمين تي ٽِن فوٽن جو ٽِپ ڏئي سگهبو ته چنڊ تي 18 فوٽن جو ٽِپ ڏيڻو پوندو. انهيءَ اصول هيٺ خلابازيءَ جي مرحلن ۾ وڏي سهوليت پيدا ٿي ٿئي. چنڊ ڌرتيءَ جي چوڌاري ڪجهه بيضوي مدار تي گردش ڪندو آهي. ان جي اوچائيءَ تان زمين تائين 252710 ميل مفاصلو آهي، جڏهن ته هيٺاهين تان زمين 238857 ميل پري آهي. اپالو-11 (خلائي گاڏي، جنهن ۾ سائنسدان جولاءِ 1969ع ۾ چنڊ تي پهتا هئا)، ڌرتيءَ کان چنڊ تائين پهچڻ ۾ 4 ڏينهن لڳايا هئا. روشنيءَ کي چنڊ کان ڌرتيءَ تي پهچڻ ۾ هڪ منٽ 10 سيڪنڊ لڳندا آهن. ڌرتي 24 ڪلاڪن ۾ هڪ ڦيرو



پنهنجي محور تي گهمي ٿي. اهو ئي سبب آهي، جو زمين تي ڏينهن ۽ رات 12-12 ڪلاڪن جا ٿين ٿا. ليڪن چنڊ پنهنجي محور تي گردش ڪندي، زمين جي چوڌاري 27 ڏينهن ۽ ڇهن ڪلاڪن ۾ هڪڙو چڪر پورو ڪري ٿو سج وانگر چنڊ ڪنهن به قسم جي روشني پيدا ڪري نه سگهندو آهي. چنڊ جي روشني، جيڪا اسان کي رات جو نظر ايندي آهي، سا سج جي آهي، جا چنڊ جي سطح تان موڙ کائي، اسان ڏانهن موٽ کائي ايندي آهي. اهو ئي سبب آهي جو چنڊ جون شڪليون اسان کي مختلف وقتن تي مختلف نظر اينديون آهن. انهن کي 'چنڊ جون ڪلائون' چوندا آهن. چنڊ جو رنگ، جيڪو اسان کي زمين تان نظر اچي ٿو سو اصل ۾ سج جي روشنيءَ جو موٽ ڪائيندڙ ڪرڻو آهي. چنڊ مان موٽ ڪائيندڙ روشني، خلا مان لنگهي اچي ٿي. سياري ۾ جڏهن چنڊ آسمان جي وچ ۾ نهايت اوچائيءَ تي وڃي پهچندو آهي تڏهن ان جا ڪرڻا سِڌا زمين تي پوندا آهن. ان وقت اسان کي چنڊ اڇو يا چانديءَ جهڙو نظر ايندو آهي. اونهاري ۾ چنڊ جڏهن هيٺئين درجي تي لهي ايندو آهي، تڏهن ان جا ڪرڻا گهاٽي فضا جي تَهن مان لنگهي زمين تي پهچندا آهن. ان وقت چنڊ جو رنگ اسان کي پيلو ۽ سونهري نظر ايندو آهي. خلا نوردن جڏهن هيٺ لهي چنڊ جي رنگ جو مشاهدو ڪيو تڏهن کين چنڊ خاڪي ۽ هلڪي ڀُوري رنگ جو نظر آيو

پهريون دفعو گليلو گليليءَ چنڊ جو گهرو مطالعو ڪيو. 1690ع ۾ ڪيس معلوم ٿيو ته هالينڊ جي عينڪ ساز هڪ اوزار ايجاد ڪيو آهي، جنهن مان پري جي شين کي ويجهو ڏسي سگهجي ٿو. اهو اوزار دوربين هئي، جنهن ۾ ڪئين شيشا فِٽ ٿيل هئا. گليلو انهيءَ دوربين ۾ لڳل شيشن کي جدا جدا طرفن ڏانهن تبديل ڪرڻ سان گڏ شيشن کي چڱيءَ طرح صاف ڪرڻ سان نئين دوربين ايجاد ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. هن جڏهن پهريون ڀيرو پنهنجي دوربين جو رخ چنڊ ڏانهن ڪيو ته ڪيس چنڊ ۾ موجود ٻرندڙ جبلن ۽ ڇپن جي اڻ ڪٽ سلسلي کان سواءِ ڪشادن ميدانن جي مشاهدي جو موقعو مليو ۽ چنڊ جي دنيا ۾ موجود اهي علائقا ڪٿي هموار ۽ ڪٿي ڪڙهڙ وارا نظر آيا ۽ ڪيس اهي سڀ مشينون وهندڙ پاڻيءَ جي وسيع علائقي ۾ نظر آيون، تڏهن هن ان جو نالو سمنڊ رکيو. عمر جي آخري حصي ۾ گليلو نهايت مصروف رهيو. سندس سمورو وقت سيارن جي مشاهدي ۾ گذريو. هن چنڊ بابت پنهنجي تحقيق ۾ وسعت آندي. هن پنهنجي ايجاد ڪيل دوربين جي ذريعي چنڊ جي داغن جو به غور سان مطالعو ڪيو. هن ڪلائون ڪيندڙ زهري ۽ مشتري جا چار چنڊ ڳولي لڌا ۽ هن اهو معلوم ڪيو ته ڪهڪشان دراصل ڪروڙين تارن جو ميڙ آهي. چنڊ جي مٿاڇري تي اندازاً ٽيهه هزار داغ آهن. ڪن ماهرن جو خيال آهي ته شهاب ثاقب جي ڪرڻ سان چنڊ جي سطح تي اهي کڏون کوبا بڻجن ٿا. جيئن ته چنڊ جي سطح تي پاڻي ۽ هوا موجود نه آهن، ان ڪري هڪ ڀيرو ڪا کڏ بڻجي ٿي ته ان ۾ ڪا به تبديلي نه ٿي ٿئي. موجوده خلائي تحقيق مان چنڊ جي ساخت ۽ ماهيت متعلق خلائي چنڊ گاڏين وسيلي ٿيل تحقيق مطابق اربين سال (ساڍا تيرهن ارب سال) اڳ زمين سان هڪ گرهه جي ٽڪر سان چنڊ وجود ۾ آيو. اهو گرهه مريخ کان ٽيڻو وڏو هو. ٽڪر سان زمين جو ٻاهريون مادو ڌرتيءَ کان جدا ٿي پکڙجي ويو. پوءِ ان مان ننڍا ننڍا ڪيترائي چنڊ ٺهي ويا، جن پوءِ گڏ ٿي چنڊ جو وجود ورتو.

چنڊ ڌرتيءَ جو واحد اپگرهه آهي، جيڪو ڌرتيءَ جي چوگرد 27 ڏينهن ۽ 20 ڪلاڪن ۾ هڪ چڪر پورو ڪندو آهي. ساڳئي وقت پنهنجي محور تي هڪ چڪر پورو ڪري ٿو. اهوئي سبب آهي جو گردش ۾ ڦيري دوران هن جو رخ هميشه زمين جي طرف رهندو آهي، جيڪو ان جي ڪل سطح جو 59 سيڪڙو آهي. زمين جي چوطرف بيضوي گردش ڪرڻ وقت هن جو زمين کان ويجهو ۾ ويجهو مفاصلو 221463 ميل ۽ پري کان پري مفاصلو 25271 ميل آهي. هن جو ماپو ڌرتيءَ جي ماپي کان گهٽ آهي. چنڊ پنهنجي محور تي چوگرد 2287 ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان چڪر ڪاٽي ٿو. زمين تي چنڊ جو رڳو هڪ پاسو ڏسجي ٿو. پر 1959ع ۾ جڏهن روس جو موڪليل خلائي جهاز ليونڪ-2، خلا ۾ ويو ته ان چنڊ جي مخالف پاسي جا به فوٽو ڪڍيا، ۽ ائين چنڊ جي مخالف پاسي کي ڏسڻ ممڪن ٿيو.

چنڊ هڪ ويران ۽ خاموش ٽڪرن جو گولو آهي، جتي جبلن جون وڏيون چوٽيون ۽ وڏا ريگستان آهن. چنڊ تي فضا موجود ناهي، جنهنڪري چنڊ تي ڪشش گهٽ آهي. ڌرتيءَ ۾ ايڏي ڪشش آهي، جو اها گئس جي هڪ فضا کي سوگهو ڪري سگهي ٿي. پر چنڊ ۾ ايتري ڪشش نه آهي. چنڊ تي هوا نه هئڻ ڪري ڏينهن جو گرمي پد 250 تائين ۽ رات جو گرمي پد 280 ڪاٽو فارنهائيٽ تائين پهچي ٿو. اهڙيءَ طرح چنڊ تي پاڻي به موجود نه آهي. ان ڪري اهو چئي سگهجي ٿو ته چنڊ تي زندگيءَ جو تصور نه آهي.

هڪ سال ۾ زمين ۽ چنڊ جي وچ ۾ پنج انچ مفاصلو وڌي ٿو. چيو وڃي ٿو ته چنڊ تي جبلن جي هڪ هزار ميل ڊگهي قطار آهي، جنهن ۾ ڪيترائي ٻرندڙ جبل به هئا، پر هاڻي انهن جا تراڪڙا مٿاڇرا موجود آهن. ان بابت مختلف خيال ظاهر ڪيا ويا آهن. (1) ته ڪنهن وقت چنڊ تي ٻرندڙ جبل موجود هئا، جن پنهنجا آثار ڇڏيا آهن، (2) ته چنڊ سان ڪرندڙ تارا ٽڪرايا آهن، جن کوهه کڙا ڪيا آهن. چنڊ جي بلند ترين چوٽي 25 هزار سال پراڻي چئي وڃي ٿي. ان جي عمر ساڍا چار ارب سال ٻڌائي وڃي ٿي. چنڊ مختلف حالتن مان گذريو آهي. ڪرندڙ تارن جو مادو کوهن مان لاوا جي صورت ۾ خارج ٿيو ۽ جڏهن لاوا ٿڌو ٿيو ته چنڊ سراسري شڪل اختيار ڪئي ۽ چنڊ تي اهڙا نشان موجود آهن، جيڪي لاوا جي وهڪري جو ثبوت ڏين ٿا.



مخالف حالتن ۾ جڏهن چنڊ سج جي بلڪل سامهون هوندو آهي ته ان جي مٿاڇري تي گرمي پد 1000 ڊگريون ۽ جڏهن سج کان لڪل هوندو آهي ته ڪاٽو 150 ڊگريون هوندو آهي. چنڊ جو هڪ ڏينهن ۽ رات زمين جي چوڏهين ڏينهن جي برابر هوند آهن. چنڊ زمين تان چمڪندڙ نظر اچي ٿو، پر روشني سج جي روشني آهي ۽ خلابازن پهريون ڀيرو 1969ع ۾ جڏهن چنڊ تان پٿر ۽ ٻيون شيون ڪڍي آيا ته سائنسدانن تجربا ڪري اها ڳالهه ٻڌائي ته چنڊ تي 50 سيڪڙو شيشي جا ذرا موجود آهن. جنهنڪري ئي سگهي ٿو ته چنڊ سج جي روشنيءَ سان وڌيڪ روشن ٿئي ٿو. چنڊ جي سطح تان زمين نيراڻ مائل نظر ايندي آهي.

جڏهن چنڊ تي نيل آرمسٽرانگ نالي خلاباز، 21 جولاءِ 1949ع تي رات جو هڪ لڳي 49 منٽن تي پهريون قدم رکيو هو، ته قدمن جا نشان اهڙا ته ڇِٽجي ويا جو اڃا به موجود آهن، ڇو ته چنڊ تي ڪا به فضا موجود نه آهي.

چنڊ تي سليڪون، ٽيٽانيم، ايلومينيم، لوهه، ميگنيشيم، سوڊيم، پوٽاشيم، مينگائين، ڪرومين ۽ زاڪوليم جهڙا عنصر موجود آهن.

نئين چنڊ ۽ مڪمل چنڊ جي عرصي ۾ ڌرتي، چنڊ ۽ سج سڌائي ۾ اچي وڃن ٿا، چنڊ ۽ سج جي ڪشش سبب وڏي وير پيدا ٿئي ٿي. جڏهن چنڊ چوٿين حصي مان ٽئين حصي ۾ هوندو آهي ته ان جو لاڙو ڌرتيءَ جي نسبت کان سج ڏانهن وڌيڪ هوندو آهي. ان وقت چنڊ ۽ سج هڪٻئي جي طاقت سان

زمين کي پاڻ ڏانهن ڇڪيندا آهن، جنهن جي نتيجي ۾ معمولي قسم جي وير چڙهندي آهي. وير جي چڙهڻ ۾ ڪئين ارب ٽن سمنڊ جو پاڻي اڳتي ڌڪجي ٿو ۽ لهڻ وقت پٺتي ڇڪجي ٿو. انهيءَ عمل دوارن پيدا ڪندڙ گهڪو يا گاٽ ڌرتيءَ جي گردش کي جڻ ته هڪ قسم جي 'بريڪ' جو ڪم ڏئي ٿي. اهڙيءَ طرح جڏهن گردش جي رفتار گهٽجي ٿي تڏهن ڏينهن وڏا ٿين ٿا. 'وير' جي گهڪي جو اثر ان وقت به ڌرتي ۽ چنڊ تي هو جڏهن ٻئي گئسن جي پاڻيٺ جي صورت ۾ ارتقائي، مرحلا طئي ڪري رهيا هئا. اڄ به ساڳيءَ طرح زمين تي سامونڊي پاڻيءَ تي اثرانداز ٿي رهيو آهي. ان مان اهو نتيجو نڪري ٿو ته زمين جي گردش ۾ ڪمي ايندي رهي ٿي ۽ چنڊ جي مدار ۾ به مفاصلو وڌندو رهي ٿو. جنهن جي نتيجي ۾ قمري مهينو وڏو ٿيندو رهندو آهي. وير جي گهڪي سبب تبديلي ڪروڙن ميلن کان اڄ تائين جاري آهي. شروعات ۾ زمين تي ڏينهن ڇهن ڪلاڪن جو هو، جيڪو وڌي 24 ڪلاڪن جو ٿي ويو. اهڙيءَ طرح قمري مهينو زمين جي هڪ ڏينهن جي برابر هو، جيڪو هاڻي وڌي چئن هفتن جو ٿي ويو آهي. اربن سالن کانپوءِ چنڊ کسڪي زمين کي ويجهو ايندو. جڏهن زمين کان ٽي هزار ميلن جي مفاصلي تي هوندو تڏهن ڦاٽي ذرا ذرا ٿي ويندو. پوءِ اهي ذرا زحل سياري وانگر پٽا ٺاهي زحل جي چوڌاري ڦرڻ لڳندا. چنڊ جڏهن ڌرتيءَ جي پاڇي ۾ ڍڪجي ويندو آهي، تڏهن اسين ان کي 'چنڊ گرهڻ' چوندا آهيون. دراصل زمين سج جي چوڌاري مدار ۾ گهمندي رهندي آهي. ان جي برعڪس چنڊ ڌرتيءَ جي چوڌاري گهمندو آهي، جيڪو جهڪيل هوندو آهي. انهيءَ ڪري مڪمل چنڊ گرهڻ ڪونه لڳندو آهي. زمين جو پاڇو فضا ۾ 849000 ميلن تي پوندو آهي. ليڪن چنڊ گهڻو ڪري پاڇي جي هيٺان يا مٿان لنگهي ويندو آهي. مڪمل چنڊ وارين تاريخن ۾ چنڊ ڌرتيءَ جي سنوت ۾ ايندو آهي ته زمين جو پاڇو چنڊ تي پوندو آهي ۽ چنڊ گرهڻ ٿيندي آهي. اهڙيءَ طرح سج گرهڻ جو ٿيڻ ممڪن آهي. جڏهن نئون چنڊ نڪرڻ شروع ٿيندو آهي ته ان سان گڏ سج گرهڻ به ٿيندي آهي. جيئن ته ان وقت چنڊ ڌرتيءَ ۽ سج جي وچ ۾ هوندو آهي ته ان جو پاڇو مخروطي شڪل ۾ زمين تي پوندو آهي . اهو پاڇو 28000 ميلن کان 32000 ميلن تائين گهٽ وڌ ٿيندو رهندو آهي، چنڊ ڪنهن به وقت اهڙيءَ حالت ۾ هوندو آهي، جنهنڪري سج گرهڻ ٿيندو آهي. ليڪن چنڊ جو پاڇو ايترو وڏو نه هوندو آهي، جو سڄي ڌرتي ان ۾ سمائجي وڃي. سج ۾ ڪڏهن ڪڏهن گرهڻ ٿيندي آهي، جيڪا عارضي هوندي آهي ۽ ان جو عرصو چند منٽن کان وڌيڪ نه هوندو آهي. سج گرهڻ زمين جي مختلف حصن تي ظاهر ٿيندي آهي.

چنڊ بابت قديم زماني کان وٺي هيٺيون ڳالهيون ماڻهن ۾ رائج آهن:

هاري پنهنجا فصل چنڊ جي حساب سان پوکيندا ۽ لڻندا آهن؛ يونانين ۽ رومين کان سواءِ ايشيا، آفريڪا، آسٽريليا وغيره ملڪن جا اصلوڪا رهاڪو چنڊ کي مقدس ديوتا سمجهي پوڄا ڪندا آهن؛ موجوده ترقي يافته دور ۾ به عيسائين ۽ يهودين جي مقدس ڏهاڙي ۾ چنڊ اهم ڪردار ادا ڪندو آهي. عيسائين جو ڏهاڙو 'ايسٽر' به بهار جي مُند کان شروع ٿئي ٿو (جڏهن ڏينهن رات هڪ جيترا ٿيندا آهن). سڄو چنڊ نڪرڻ واري پهرئين آچر تي ملهايو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح يهودي به غلاميءَ مان نجات جي ياد سبب مقدس عيد ملهائيندا آهن، جيڪا بهار جي موسم ۾ ڪئلينڊر جي 14 کان 21 تاريخ تائين ملهائي وڃي ٿي.

چنڊ ۽ تاري جو نشان مسلم دنيا ۾ يڪجهتيءَ جي علامت سمجهيو ويندو آهي. ان ڪري ڪيترن مسلم ملڪن جي جهنڊن تي چنڊ ۽ تارو ٺهيل آهي، جن ۾ ترڪي ۽ پاڪستان به شامل آهن.

چنڊ جو ذڪر ادب ۽ شاعريءَ ۾ موجود آهي.

هجري سال جو چَنڊ سان تعلق آهي، ان ڪري هجري سال کي قمري سال به سڏيو وڃي ٿو. هجري سال جا ٻارهن مهينا: محرم، صفر، ربيع الاول، ربيع الثاني، جمادي الاول، جمادي الثاني، رجب، شعبان، رمضان، شوال، ذوالقعد ۽ ذوالحج آهن ۽ هر مهيني جي شروعات چنڊ ڏسڻ سان ٿيندي آهي، انهي ڪري هن جي مهينن جا مقرر ڏينهن نه هوندا آهن. مسلمانن جي عيدن ۽ ٻين تهوارن جو تعلق به چنڊ سان آهي. مثلاً: عيدالفطر (پهرين شوال)، عيدالضحيٰ (ڏهين ذوالحج)، عيد ميلادالنبي (ٻارهن ربيع الاول)، شب برات (15 شعبان)، شب معراج النبي (27 رجب)، ليلة القدر (نزول قرآن: 27 رمضان)، يوم عاشور (9 ۽ 10 محرم)، يارهين غوث پاڪ (11 جمادي الثاني) ۽ عيد مولود ڪعبه (ولادت حضرت علي: 13 رجبي) وغيره.

**چَنڊال/ چنال**: چنڊال ۽ چنال هڪ ذات آهي. سرجن، ميجر ڊبليو آر. ڪانش لکي ٿو ته شودر مرد ۽ برهمڻ عورت جي ميلاپ مان ٿيندڙ ٻار کي 'چنڊال' سڏيو ويو. اهي گهڻو ڪري شهر کان ٻاهر رهندا هئا. سڄو ٿانءُ استعمال نه ڪندا هئا. هنن جي ملڪيت گڏهه، ڪتو ۽ جهوپڙي هئي. هي ڪا مخصوص ذات ڪانهي. چنڊال لاڏائو ماڻهو آهن. چنال لفظ به چنڊال جي بگڙيل صورت آهي. هنن مان ڪي ڪنگرا ۽ منڊي قبيلن سان تعلق رکندڙ ماڻهو شملا پهاڙن جي ڪاڇي واري علائقي ۾ رهن ٿا. سنڌيءَ جو لفظ چنڊو به شايد چنڊال مان نڪتل پائنجي ٿو.

**چنڊام**: چنڊام، ڪوهه تراش بٺيءَ جي ڏکڻ اولهه ۾، تعلقي ٿاڻي بولاخان، ضلعي ڄام شوري ۾ واقع آهي. اوير ويڪرائي ڦاڪ 67°38'70 ڊگري. اولهه ڊگهائي ڦاڪ 25°43'02 ڊگرين تي موجود هن ماڳ تي اوائلي انسان جي پاڻيءَ کي روڪي آبادي ڪرڻ جي ڪوشش جا نشان آهن، جن کي عام طور گبربند سڏيو وڃي ٿو. هي بند پٿرن ۽ مٽيءَ جا ٺهيل آهن، جيڪي 100 کن ميٽرن تائين ڊگها آهن. گبربند اڄ سروي زمين تي آهن، جيڪي اڄ به استعمال جوڳا آهن. گبربندن کي گوربند/ گورباڻي/ ڪيري/ جي نالن سان به سڏيو وڃي ٿو. هيءُ بند ميهوڳي جي پاڻيءَ ۽ نين مان اُٿليل پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ ٺاهيل آهن.




**چنڊ جا تمنائي** (ڪتاب): هي ڪتاب، سنڌ جي نامياري ڪهاڻيڪار آغا سليم جي ڪهاڻين جو مجموعو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو، 1962ع ۾، زندگي پبليڪيشن، حيدرآباد پاران ڇپجي پڌرو ٿيو هو ۽ ان جو ٻيو ڇاپو، نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، 1986ع ۾ شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ آغا سليم جون 9 ڪهاڻيون: 'نيٺ بهار آيو'، 'خوابن جو سوداگر'، 'سڄڻ نت سوجهرو'،

'ڊِڄڻي'، 'وساريم پنهنجي پرينءَ کي'، 'ڄڄن جا ڄڄ ٿيا'، 'ٿهڪ'، 'خوني' ۽ 'چنڊ جا تمنائي' شامل آهن. آغا سليم ڪتاب جو انتساب هنن لفظن ۾ ڪيو آهي: 'اپريل جي ڏهين تاريخ، جڏهن بهار منهنجي اڱڻ تي آئي'. ڪرائون سائيز جي 160 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 16 روپيا آهي.

**چنڊ جون ڪلائون** (ڪتاب): شاعر 'انور هالائيءَ' جي شاعريءَ جو هي پهريون مجموعو سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شوري پاران 1992ع ۾ ڇپيل آهي.




انور هالائيءَ هن شعري مجموعي جو انتساب مخدوم محمد زمان 'طالب المولىٰ' جي نالي ڪيو آهي. ابتدا ۾ پهرئين صفحي تي مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ انور هالائيءَ جو تعارف لکيو آهي. ان بعد ڇپائيندڙ پاران ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري امداد حسينيءَ جو پبلشر نوٽ ۽ پنهنجي پاران به اکر انور هالائيءَ جا ڏنا ويا آهن. ڪتاب جو تفصيلي پيش لفظ شوڪت ابڙي لکيو آهي. ڪتاب ۾ حمد، نعت، منقبت سان گڏ نظم، لطيف نامہ، ڪافيون، قطعا، غزل شامل آهن. ڪتاب جو بئڪ ٽائيٽل تعارف ميان الله بچائي يوسف زئيءَ جو لکيل آهي. ڊيمي سائيز جي 344 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 125 روپيا آهي.

**چنڊ جهڙا پرين** (ڪتاب): ڪافيءَ ۽ غزل جي نامور شاعر عبدالڪريم 'ڪريم پليءَ' جي ڪلام جو هي مجموعو اسد جمال پليءَ جو مرتب ڪيل آهي. جنهن وڏي محنت سان سماهي مهراڻ، مهراڻ 'شاعر نمبر'، ماهوار نئين زندگي، روح رهاڻ، پيغام، مختلف اخبارن ۽ ڪريم پلي‌ءَ جي ترتيب ڏنل ڪتاب 'وڻجارن وايون' ۾ ڇپيل، مرحوم جي ڊائرين، ريڊيو پاڪستان تي رڪارڊ ٿيل ۽ مختلف فنڪارن طرفان ڳايل ڪريم پلي‌ءَ جو ڪلام هٿ ڪري هن مجموعي ۾ سهيڙي تفصيلي مقدمي سان پيش ڪيو آهي.




ڪتاب جو انتساب، ڪريم پلي‌ءَ جي سياسي سفر جي محسنن شهيد ذوالفقار علي ڀٽي ۽ اُن جي نوجوان فرزند شاهنواز ڀٽي جي نالي ڪيو ويو آهي. ان ڪان سواءِ عبدالڪريم پلي 'چند يادگيريون' عنوان سان عبدالغفار صديقيءَ جو هڪ تاثراتي مضمون، ۽ 'ڪريم جو فن' عنوان سان مولانا غلام محمد گراميءَ جو مهراڻ شاعر نمبر ۾ ڪريم پلي‌ءَ جي شاعريءَ متعلق مضمون شامل ڪيا ويا آهن.

ڪريم پلي‌ءَ جي هن مجموعي ۾ منقبتون، ڪافيون، بيت، قطعا، غزل، نظم شامل آهن. ان ڪان سواءِ سنڌس نامڪمل ڪلام ۽ شاهہ لطيف (نظم)، مخدوم نوح ۽ صوفي صادق فقير بابت منظوم نذرانہ عقيدت بہ شامل آهن.

ڊيمي سائين پڪي جلد ۽ چئن رنگن واري ٽائيٽل سان ڇپيل هي ڪتاب 134 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي. هي ڪتاب اداره نواءِ ادب، ڳوٺ خانصاحب عطا محمد پلي، عمرڪوٽ پاران شايع ڪيو ويو آهي.

**چنڊ ڏسڻي ڪميٽي**: 3 جولاءِ 1948ع تي حڪومت پاڪستان رويت هلال ڪميٽي ٺاهڻ جي لاءِ عالمن جي هڪ ڪميٽي تشڪيل ڏني وئي. پهريون ڀيرو ان ڪميٽيءَ 20 شعبان 1367هه/ جولاءِ 1948ع تي ميمڻ مسجد، صدر ڪراچيءَ ۾ گڏجي رمضان المبارڪ جي چنڊ نظر اچڻ جو فيصلو ٻڌايو هو. هن ڪميٽيءَ ۾ جيڪي عالم شامل هئا، انهن جا نالا هئا: مولانا مفتي محمد، مولانا احتشام الحق ٿانوي، مولانا محمد صادق، مولانا عبدالعاديد بدايوني ۽ مولانا عبدالعليم صديقي. ان وقت کان وٺي اڄ تائين هيءَ ڪميٽي ڪم ڪندي اچي ٿي ۽ هن وقت ان جو سربراهہ مفتي منيب الرحمان آهي.

**چنڊ رهين ٿو دور** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور ڪهاڻيڪار ۽ شاعر قمر شهباز جي شاعريءَ جو پهريون مجموعو آهي. قمر شهباز 'پنهنجي پاران' لکيل ٻن لفظن ۾ بيان ڪيو آهي تہ، 'هن جي شاعريءَ مان ڪجهہ شعر هن مجموعي ۾ شامل آهن. چونڊ ڪرڻ جي نہ مراد هئي ۽ نہ وري ممڪن، البت مختلف دورن ۽ ڪيفيتن جو اندازو پڙهندڙ مضمون توڙي عنوان مان بخوبي ڪري سگهندا.' نامياري شاعر شمشير الحيدري 'قمر شهباز- هڪ آدرش' ۾ ڄاڻايو آهي تہ، "قمر شهباز مهاڀاري لڙائيءَ (ونيونٽ خلاف جدوجهد) جي پيداوار هجڻ سان گڏ، ... سچارن جي سئنا جو هڪڙو اهڙو سئناپتي رهندو اچي، جيڪو اڄ تائين پنهنجي مورچي تي اٽل آهي ۽ جنهن ... سموري عرصي دوران پنهنجي قلم جي تلوار ڪي ڪڏهن بہ مياڻ ۾ نہ رکيو آهي. هي ... ذات جي ڏيئن جي اُنهيءَ 'جوت مان ملندڙ جوت' جو تسلسل آهي." برک شاعر امداد حسينيءَ قمر شهباز جي شاعريءَ تي 'ڏيئي جهڙي ذات' سان تفصيلي لکيو آهي. هو هڪ هنڌ لکي ٿو تہ، "اڄ جڏهن سنڌي اديب توڙي عوام ڇڙوڇڙ آهن. شاعري سهل پسنديءَ ۽ فيشن پرستيءَ جو ٻَڪُ ٿي چڪي آهي، تڏهن قمر جي شاعري مومل جهڙي ماڳ ماڻڻ لاءِ ڄاڪوڙڻ تي اُپاري ٿي."




قمر شهباز جي هن شعري مجموعي ۾ بيت، دوها، وايون، گيت، غزل، نظم شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 246 صفحن تي مشتمل هي شعري مجموعو سنگم پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران، سيپٽمبر 1988ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو جنهن جي قيمت -/50 روپيا آهي.

**چنڊ گاڏي**: هيءَ هڪ خلائي مشين آهي. هن گاڏيءَ ذريعي انسان پهريون ڀيرو چنڊ تي پهچڻ جو سفر ڪيو هو. هن گاڏيءَ جو نمونو آمريڪا جي خلائي تحقيقاتي اداري جي سينئر نائب صدر ڊاڪٽر جان هوبالٽ تيار ڪيو هو جنهن کي آخري شڪل نيويارڪ جي گرومن ايئرڪرافٽ ڪارپوريشن نالي هڪ تحقيقي اداري ڏني. هن گاڏي جو وزن 33205 پائونڊ هو

گاڏيءَ جي پائيدان جي ڊيگهه 22 فوٽ 11 انچ هئي. هن گاڏيءَ ۾ 25 ميل ڊگهين تارن جون ڄاريون پکڙيل هيون. چنڊ گاڏيءَ کي خلائي جهاز کان صرف 48 ڪلاڪن لاءِ الڳ ڪري سگهجي ٿو. زمين کان مٿينءَ منزل تي خلا باز ويهندا آهن. چنڊ جي پهرين تاريخ ڪانپوءِ ان جي هڪ انجڻ کي خلائي جهاز سان ملايو ويندو آهي. خلائي جهاز سان ملائڻ کان اڳ هيءَ گاڏي 12 فوٽ 4 انچ اوچي، 14 فوٽ هڪ انچ ويڪري ۾ تيل پرڻ کان پهرين 4 هزار 8 سئو پائونڊ ڳري هوندي آهي، جڏهن ته تيل پرڻ ڪانپوءِ ان جو وزن وڌي 10 هزار پائونڊ ٿي ويندو آهي. گاڏيءَ جو هيٺيون حصو هن گاڏيءَ کي چنڊ جي سطح تي لهڻ لاءِ هڪ پليٽفارم جو ڪم ڏيندو آهي. گاڏيءَ ۾



هڪ الڳ انجڻ به لڳل هوندي آهي جيڪا اٺن ڪنڊن سان هڪ منزل نما حصي تي مشتمل هوندي آهي، جنهن جي اوچائي 10 فوٽ 7 انچ ۽ هڪ ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين ان جي ويڪر 14 فوٽ هڪ انچ هوندي آهي. گاڏيءَ ۾ مڪمل طور تيل پري چڙڻ سان ان جو وزن 22500 پائونڊ ٿي ويندو آهي. گاڏيءَ جو هيٺين پيرن وارو حصو مٿئين حصي کي چنڊ جي سطح تان واپس اڏرڻ وقت هڪ اسٽئنڊ جو ڪم ڏيندو آهي. هن گاڏيءَ کي خلائي جهاز جي پوئين حصي ۾ نصب ڪري محفوظ نموني رکيو ويندو آهي.

**چنڊ گرهڻ** (Lunar Eclipse): چنڊ گرهڻ موسمي ڦير گهير سبب سيارن ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ مخصوص حالت آهي، جڏهن ڌرتي ڪنهن خاص وقت دوران سج ۽ چنڊ جي وچ ۾ ايندي آهي ته ان وقت چنڊ گرهڻ ٿيندي آهي. اصل ۾ چنڊ گرهڻ ٿيڻ وقت چنڊ ڌرتيءَ جي پاڇي مان گذرندو آهي، جنهنڪري سج جي روشني چنڊ تائين نه پهچندي آهي. ان وقت دوران ڪڏهن چنڊ مڪمل اونداهو ٿيندو آهي ۽ ڪڏهن ان جو ڪجهه حصو اونداهو ٿي ويندو آهي. چنڊ جي اهڙيءَ حالت کي 'چنڊ گرهڻ' چئبو آهي.



چنڊ گرهڻ هميشه مڪمل چنڊ وارين راتين ۾ ٿيندي آهي. چنڊ گرهڻ ڪڏهن ٿوري وقت لاءِ ۽ ڪڏهن وري ڪجهه ڪلاڪن تائين به رهندي آهي. مڪمل چنڊ گرهڻ ڪنهن هنڌ تي چند منٽن لاءِ ئي ٿيندي آهي.

چنڊ گرهڻ جا مجموعي طور چار قسم ٿيندا آهن:

(1) جڏهن چنڊ زمين جي پاڇولي (Penumbra) واري حصي مان گذرندو آهي ته زمين جي پاڇي جي ڪري چنڊ جي مٿاڇري تي ڪجهه اونده ٿي ويندي آهي، جنهنڪري ان کي مبهم يا اڻ لکي چنڊ گرهڻ (A Penumbral Eclipse) چيو وڃي ٿو.

(2) چنڊ جڏهن مڪمل طور زمين جي پاڇولي واري حصي جي ويجهو هوندو آهي ته ان کي مڪمل پينمبرا چنڊ گرهڻ (Total Penumbral Eclipse) چئبو آهي.

(3) چنڊ جو صرف اڌ حصو زمين جي پاڇولي (Umbra) جي ڪنهن حصي ۾ داخل ٿيندو آهي ته ان کي 'اڌ چنڊ گرهڻ' (A Partial Lunar Eclipse) سڏبو آهي.

(4) جڏهن چنڊ جو مڪمل حصو ڌرتيءَ جي سامهون اچڻ ڪري ڍڪجي ويندو آهي ۽ ان تي سج جا ڪرڻا مڪمل طور نه پوندا آهن ته ان کي 'مڪمل چنڊ گرهڻ' چئبو آهي.



چنڊ گرهڻ وقت، چنڊ ۽ زمين جي وچ وارو مفاصلوئي چنڊ گرهڻ جي عرصي (دورانيي) جو تعين ڪندو آهي. مڪمل چنڊ گرهڻ (Total Lunar Eclipse) وڌ ۾ وڌ ٻن کان ٽن ڪلاڪن تائين رهندي آهي. گرهن جي ڦير گهير سبب هر سال تقريباً ٻه پيرا چنڊ گرهڻ ضرور ٿيندي آهي.

تازو، سال 2011ع جي آخري چنڊ گرهڻ 10 ڊسمبر 2011ع تي شام جو 5 کان 10 وڳي تائين ڏٺي وئي.

چنڊ گرهڻ بابت عام ماڻهن ۾ ڪيترا وهم ۽ وسوسا عام آهن، جهڙوڪ: چنڊ گرهڻ وقت حامله عورت کي سڌو سمهڻ لاءِ چيو ويندو آهي، جو ته پاسيري سمهڻ ڪري ٻار جي عضون تي اثر پوندو آهي وغيره. ان بابت اهو به وهم ڪندا آهن ته ڪا ڇُري چاقو يا ڪينچي وغيره حامله هٿ ۾ نه کڻي نه ته ٻار جي ڪن چپ يا ڪنهن ٻئي هنڌ وڍ پوندو. اها ڳالهه سائنسي طور قابل قبول ناهي.

اسلامي عقيدي موجب چنڊ ۽ سج گرهڻ وقت نماز پڙهي ويندي آهي. چنڊ گرهڻ واري نماز کي 'نماز خسوف' چئبو آهي، جيڪا ٻه رڪعتون مستحب آهي. سج گرهڻ جي نماز کي 'نماز ڪسوف' چئجي ٿو، جيڪا سنت مؤڪده آهي ۽ چار رڪعتون پڙهڻ افضل عمل آهي. باقي ڪنهن جي مرڻ يا جيئڻ سان سج ۽ چنڊ گرهڻ جو تعلق ناهي.

ٿرواري پاسي چنڊ گرهڻ جي اثر/ سُوتڪ کان بچڻ لاءِ ٿرواسي پاڻيءَ توڙي اناج ۾ ڏڀ وجهندا آهن ۽ چنڊ گرهڻ دوران ڪو به ڪم ڪار نه ڪندا آهن، نه ئي ڪاڏو ڪائيندا آهن.

**چنڊ ڳليون** (ڪتاب): 'چنڊ ڳليون' ڪتاب، شيخ اياز جي ترائيلن جو مجموعو آهي. ڪتاب جو انتساب، اياز (پنهنجي هٿي جنم) سٿيلي ٻوليءَ جي شاعر 'وديا پتيءَ' جي نالي ڪيو آهي. جيڪو 1352ع ۾ مذوبن ۾ جائو هو ۽ جنهن پيار جا امر گيت لکيا هئا، جن جي اتهاس تي اڻمٽ ڇاپ آهي. هن ڪتاب جي مهاڳ ۾ اياز ڄاڻايو آهي ته: "ترائيل، فرينچ شاعريءَ جي صنف آهي ... اسان ترائيل جو فارم، اردوءَ تان ورتو آهي. ... مون کي اردو ترائيل جو ترنم پسند آيو آهي. جيڪو فرينچ ۽ انگريزي ترائيل وانگر نه آهي، اُن جو فارم ساڳيو آهي،



پر ترنم ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. ترائيل جا تجربا اردو يا سنڌي ادب ۾ مان پهريون پيرو نه ڪري رهيو آهيان. پر اردو ۽ سنڌي ترائيل رڳو 'فاعلاتن فعلاتن فعالتن فعلن' ۽ غالباً 'مفاعلن فعلاتن مفاعلن فعلن' جي وزن تي جوڙيو ويو آهي. مون ان ۾ تجرباتي طور ٻيا وزن به پهريون پيرو ڪم آندا آهن ۽ گهاڙيٽن کي به ڪڏهن ڪڏهن ڦيرايو آهي."

هن مجموعي ۾ شيخ اياز جا 244 ترائيل شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 254 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد، آگسٽ 1995ع ۾ شايع ڪيو آهي ۽ اُن جي ڪچي جلد جي قيمت 90 روپيا آهي، جڏهن ته پڪي جلد جي قيمت 150 روپيا آهي.

**چنڊ، محمد عمر**: لسانيات جي ماهر ۽ استاد محمد عمر ولد حاجي محمد خان چنڊ، 12 سيپٽمبر 1944ع تي ڳوٺ نئون آباد، تعلقي ڄام نواز علي خان، ضلعي سانگهڙ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڪنڊياريءَ مان ورتائين. 1961ع ۾ مئٽرڪ هاءِ اسڪول ٽنڊي محمد خان مان ڪيائين. 1966ع ۾ انٽر سروري اسلاميه ڪاليج مان پهرين پوزيشن سان پاس ڪيائين. 1970ع ۾ ايم. اي (انگريزي ادب) ڍاڪا يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. محمد عمر چنڊ تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ تعليم کاتي ۾ استاد مقرر ٿيو 1971ع ۾



سروري اسلاميه ڪاليج هالا ۾ انگريزيءَ جو ليڪچرار ٿيو ۽ 1972ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي انسٽيٽيوٽ آف ايجوڪيشن ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو 1974ع ۾ اسڪالرشپ تي يونيورسٽي آف ايلنواءِ، آمريڪا ۾ پڙهڻ ويو، جتي لسانيات تي اهم مضمون پڙهيائين. جنهن بعد اتي ڪجهه عرصو پڙهائيندو به رهيو. محمد عمر چنڊ ايران جي رايل ايئر فورس ۾ 1975ع کان 1979ع تائين پڙهايو. ان کان سواءِ عراق جي مصل يونيورسٽيءَ ۾ 1980ع تائين پڙهايائين. ان بعد هن ٽنڊي ڄام زرعي يونيورسٽيءَ ۾ 1982ع تائين هڪ استاد جي حيثيت ۾ پڙهايو ۽ برونائي دارالاسلام ۾ 1985ع کان 1989ع تائين پروفيسر جي حيثيت ۾ تعليمي خدمتون سرانجام ڏنائين.

محمد عمر چنڊ هڪ عالم شخص آهي. هن جا هيٺيان ڪتاب ڇپجي چڪا آهن: (1) سنڌي ٻوليءَ جون آراڏايون (ٻه ڇاپا)، (2) Using Question-Answer Techniques (1985)، (3) حر تحريڪ (انگريز سامراج خلاف حرن جي سٺو سالا جنگ: 2002ع)، (4) World of Work, Iredicatment of a Scholar (هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر بلوچ جا ۽ ڊاڪٽر بلوچ ڏانهن 1946ع کان 2006ع تائين لکيل انگريزي خط جمع ڪيل آهن. جيڪو 2007ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ڇپايو آهي.)

**چنڊ موريو** (ديهه): تعلقي ميرپورخاص جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

صالح خاصخيلي، حامد راڄڙ، اسماعيل راڄڙ، اوطاق عبدالله، اوطاق الهبجايو، مکڻ سمون، سومر سمو ۽ موليڏنو خاصخيلي.

**چنڊول** (پکي): چنڊول هڪ قسم جو پکي آهي، جيڪو گهڻو ڪري سنڌ جي جابلو پاڳن ۾ ملي ٿو هن جا ڪنپ تمام سهڻن رنگن وارا ٿين ٿا ۽ مٿي تي تاج نما چوٽي ٿئي ٿي. هن جو شمار حلال پکين ۾ ٿئي ٿو ماڻهو هن جو شڪار ڪندا آهن. هيءَ جسامت ۾ جهرڪيءَ جي قد جيترو ٿئي ٿو حڪيمن موجب چنڊول جو گوشت کائڻ سان شوروو ڪري بيمارين سان: فالج، لقوي، مٿاني ۽ گرڏي جي پٿري، پاسي ۽ سيني جي سور جي بيمارين جو علاج



ڪيو ويندو آهي. هن جا ٻيا به هيٺيان قسم آهن.

**چنڊول (ڳائيندڙ)**: يوريشائي چنڊول سريلي آواز جي ڪري مشهور آهي. هن کي انگريزيءَ ۾ Skylark چوندا آهن. هي ڪليل فصل وارين زمينن ۾ گهٽائيءَ ۾ ملي ٿو سندس تاڪ گهڻو ڪري يورپ ۽ ايشيا ۾ آهن. هي سردين ۾ اترين پاسن کان هجرت ڪري آفريڪا ۽ ڏکڻ ايشيا ڏانهن هليا وڃن ٿا. چنڊول پنهنجا گهر ميدانن ۾ ٺاهين ٿا ۽ 4 کان 3 آنا ڏين ٿا ۽ هڪ کان ٻه ٻچا پيدا ڪن ٿا.

**عام چنڊول/ هُڙيو** (Eurasian or Common Sky lark/ *Alauda arvensis*): چنڊول پکيءَ جي هن قسم کي ننڍو چنڊول (Small Skylark /*Alauda gulgula*) به چوندا آهن. هيءَ 17 سينٽي ميٽر ڊگهو ٿئي ٿو هن جا نر ۽ ماد رنگ روپ ۾ هڪجهڙا ٿيندا آهن. چنڊول جو رنگ ڀٽريلو ناسي ٿيندو آهي. هن جي اکين مٿان هڪ اڇي ليڪ سان گڏ مٿي تي ننڍڙي چوٽي ٿيندي

آهي. هن جي سجاڻپ چهڪدار ٻولي آهي. هي زمين تان اڏرڻ وقت پنهنجي مخصوص انداز واري ٻولي ڪندو آهي. هي ٻين پکين وانگر ٻج، اَن ۽ جيت کائيندو آهي. زمين تي مضبوط آکيرو ٺاهيندو آهي. هن جي رهائش جا هنڌ، ميدان ۽ چراگاهه آهن.

**ڳاڙهو- ڪنيو چنڊول** (Red-Winged Bushlark/ *Mirafra erythroptera*): چنڊول جهرڪيءَ جي شڪل سان ملندڙ جلندڙ هوندو آهي. جسامت ۾ 14 سينٽي ميٽر ڊگهو ٿيندو آهي.



هن جي پُٺي ڦِڪي ناسي ٿئي ٿي، جنهن کي جهرڪيءَ جهڙا پر ٿيندا آهن، جن تي ڳاڙهسرا دڳ ٿين ٿا. هن جي پَرن ۽ ڇاتيءَ تي گهرا چٽ هوندا آهن. هن جو پيٽ وارو پاڱو اڇو ٿيندو آهي ۽ پَرن جي ٻاهرين ڪناري ڳاڙهي ٿيندي آهي. هن جون ٽنگون ڳاڙهسِريون، هيڊيون ٿينديون آهن.

**ڪلانڊرا چنڊول** (Calandra Lark/ *Melanocorypha bimaculat*): هن جنس جا نر ۽ ماد هڪجهڙا ٿيندا آهن.



چنڊول جي پُٺي گهري ناسي ٿيندي آهي، جنهن تي گهريون ليڪون ٿينديون آهن. هن جي ڳِچيءَ ۽ پيٽ جو رنگ اڇو ٿئي ٿو. ڇاتيءَ جي ٻنهي پاسن کان ڪارا نشان هوندا اٿس. ان کان سواءِ اکين جي مٿان پرن وانگر اڇي ليڪ ٿيندي آهي.

**طوطي چنڊول** (Black-crowned Finch Lark/ *Eremopterix nigriceps*):



هي پکي به چنڊول جي خاندان مان آهي. هن کي ڪاري مٿي وارو چنڊول به چوندا آهن. هن جي جسامت 13 سينٽي ميٽرن جو ٿئي ٿو. هن جي پٺيءَ جو رنگ ريتيءَ جهڙو ناسي، ڳچيءَ، پيٽ ۽ مٿي جو رنگ ڪارو، پيشاني، ڳل ۽ ڪنن وارو حصو اڇو ٿئي ٿو. هن جي نر ۽ مادي مختلف رنگن جا ٿين ٿا. مادي ميرانجهڙي چوٽيءَ واري ٿئي، جيڪا رنگ ۾ جهرڪيءَ جهڙي هوندي آهي. طوطي نما چنڊول جي چهنب ننڍي ۽ ٿلهي ٿئي ٿي. هي سڪل ڍورين ۽ نئين جي ڪنڌين تي رهندو آهي.

**چنڊيا ڪلهوڙا** (ڳوٺ): هي ڳوٺ ديهه ڀولا ڪلهوڙا، قنبر شهر کان ڏکڻ طرف 10 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آباد آهي. هن ڳوٺ جي تاريخ بابت روايت ملي ٿي ته سنڌ جي حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙي (1754ع- 1718ع) جي دَور ۾ در محمد ٻلال نالي هڪ سرڪش زميندار موجوده سيوهڻ شهر جي آسپاس رهندو هو هڪ ڀيري نور محمد ڪلهوڙي جي سانَ هن جي ميڻهن کي سائو ڪيو جنهن تي در محمد غصي ۾ اچي ميڻهن جو ڳپ ڪيرائي ڇڏيو اها خبر نور محمد ڪلهوڙي کي پئي ته هن در محمد کي سيکت ڏيڻ لاءِ پنهنجي قبيلي مان چار چونڊ بهادر ماڻهو فوجي دستي سان مٿس چاڙهي موڪليا، جن در محمد ٻلال جي ڪوٽ تي قبضو ڪري، کيس قيد ڪري ميان نور محمد جي درٻار ۾ پيش ڪيو. در محمد ٻلا ل پنهنجي غلطيءَ جي معافي ورتي ۽ پنهنجي نياڻي نور محمد کي نڪاح ۾ ڏني. هن نياڻيءَ کي ڏاج ۾ هڪ ٻانهي ۽ ٽي غلام به ڏنا. 1783ع ۾ ڪلهوڙن جي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ ڪلهوڙن شاهي خاندان جا ڪي فرد ديري غازي خان جي حاجي پور ۽ جام پور شهرن ڏانهن هليا ويا. 1843ع ۾ ميرن جي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ ڪلهوڙا گهراڻي جي انهن چئن چونڊيل بهادرن جي اولاد، روزگار جي تنگيءَ سبب سنڌ ڏانهن ڦيهر رخ ڪيو ۽ هتي اچي آباد ٿيا. جنهن ڪري هيءُ ڳوٺ سندن نالي پٺيان چنڊيا (چونڊيا) ڪلهوڙا نالي سان مشهور ٿيو. هن وقت هتي ڪلهوڙن کان سواءِ ڏکڻ، موچي، ٽنيا ۽ وڏا ذات جا ماڻهو به آباد آهن. ڇگ مڙسي ۽ زمينداري ڪلهوڙن جي آهي.

**چَنَڙ** (ذات): هڪ روايت موجب چنڙ ذات راجپوتن جي شاخ مان آهي ۽ سندن روحاني سلسلو بهاولپور جي هڪ بزرگ سان ڳنڍيل آهي. چنڙ سنڌ ۾ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا.

Encyclopedia of Tribes and Castes of India موجب هي جت قبيلي جا هاريو ڪندڙ ماڻهو آهن. جيڪي لوڌران ۽ ملتان وارن علائقن ۾ رهندا هئا ۽ پاڻ کي راڻا سڏرائين ٿا. بهاولپور ۽ احمدپور ۾ ڪادار سڏجن ٿا. هنن جو چڱو تعداد بهاولپور جي روهي ۽ چولستان ۾ به آباد آهي، جتي هو وڏا مالوند ۽ زميندار آهن. سندن پاڙن ۾ آدماڻي، رام، وِسل، پوم ۽ پوپال مشهور آهن. هي چنڙ پيرجا پونير آهن ۽ سندس پائرن جي اولاد ۾ شمار ٿين ٿا.

**چنڙ پير**: دراوڙ قلعي کان چئن ميلن جي پنڌ تي، هڪ ٽڪريءَ مٿان چولستان (ڏکڻ پنجاب) ۾ چنڙ پير جو مقبرو موجود آهي. ان کي ’چنان پير‘ به سڏيندا آهن. هي راءِ سنديلي جو پٽ هو. راءِ جو ڳوٺ ان زماني ۾ آباد هو. چيو وڃي ٿو ته چنان پير، جلال سرخ بخاريءَ جي دعا سان پيدا ٿيو هو. جيڪو ان وقت اتي آيل هو. هن وقت راءِ جو ڳوٺ ڦٽي ويو آهي ۽ ان جا دڙا ٽن ميلن ۾ پکڙيل آهن. هندو توڙي مسلمان چنڙ پير جا پانڌيئڙا آهن.

**چنڙ، مهرالدين**: تعلقي ڪنڊياري جو نامور استاد مهر الدين ولد احمد خان چنڙ، ڳوٺ سومر چنڙ، تعلقي ڪنڊياري ۾، 3 آڪٽوبر 1918ع تي پيدا ٿيو. پرائمري تعليم ڳوٺ سومر چنڙ، تعلقي ڪنڊياري مان ورتائين. سنڌي فائنل جي امتحان ۾ نمايان پوزيشن حاصل ڪيائين. 1938ع ۾ مڪتب نوڙها، تعلقي موري ۾ نائب ماستر مقرر ٿيو ان بعد ڪوڙي اُجڻ اچي مسيت (ٺارو شاهه) مليائي، نوشهري فيروز ۽ نواب شاهه ۾ به پڙهايائين. 1946-1945ع ۾ ٽريننگ ڪاليج، حيدرآباد مان تربيت ورتي 1947ع ۾ اباڻي ڳوٺ سومر چنڙ ۾ هيڊماستر ٿي آيو. جتي لاڳيتو 29 سال رهيو ۽ 3 آڪٽوبر 1976ع تي رٽائر ٿيو. مهرالدين باوقار، جفاڪش ۽ محنتي استاد ٿي گذريو آهي. کيس حسابن ۽ گرامر تي وڏي مهارت حاصل هئي. ان کان سواءِ اردو، انگريزي ۽ عربيءَ جي به ڄاڻ هئس. سندس نوڪريءَ واري عرصي ۾ ڳوٺ سومر چنڙ جي پڙهائيءَ جو بهترين رڪارڊ آهي. جتان هر سال ڪافي شاگرد اسڪالرشپ

ڪٽندا هئا. مهرالدين ڇنڙ تقرير ۽ تحرير ۾ وڏي مهارت رکندو هو. هو پرائمري ٽيچرس ايسوسيئيشن، تعلقي ڪنڍياري جو صدر ۽ پ ٽ الف سنڌ جو سيڪريٽري به چونڊيو ويو. هن ڪيترين تعليمي ڪانفرنسون ڪرائي استادن ۽ تعليم جا ڪيترا مسئلا حل ڪرايا. سندس ڪوشش سان ڳوٺ سومر ڇنڙ ۾ پرائمري ۽ مڊل اسڪولن جون عمارتون ٺهيون. ان کان سواءِ ڳوٺ جي لاءِ پوسٽ آفيس قائم ڪرايائين. هن سڄي عمر جاڪوڙ ۾ گذاري. 63 ورهين جي ڄمار ۾ 22 فبروري 1981ع تي وفات ڪيائين.

**ڇنڙو ڪوٽ (ماڳ):** ڇنڙو ڪوٽ، سانگھڙ کان 110 ڪلوميٽر اتر طرف ريگستان ۾ واقع آهي. هي ڪوٽ سنڌ ۽ جيسلمير کي ڳنڍيندڙ اوائلي رستي تي هڪ حفاظتي چوڪيءَ طور سڃاتو ويندو هو. هن قديم شاهراهه تي هين ڪوٽن سان گڏ، امام ڳڙهه، ڪارو ڪوٽ ۽ جبو ڪوٽ به ملن ٿا. ڇنڙي ڪوٽ کان هندستاني سرحد 7 ڪلوميٽر اوڀر ۾ آهي، جتان رات جي وقت هندستاني شهرن جون بتيون ٻرنديون نظر اينديون آهن. اُتي پاڪستاني سرحد جي حفاظت ڪندڙ رينجرز جي هڪ چيڪ پوسٽ به آهي، جيڪا 'ڇنڙو چيڪ پوسٽ' سڏبي آهي. مڪاني ماڻهو هن ڪوٽ کي 'ميرن جو ڪوٽ' به سڏين ٿا.




هن ڪوٽ کان 50 ڪلوميٽر اولهه ۾ نارو ۽ تجل جو شهر آباد آهي. هن ڪوٽ جي اتر ۾ رڻ جو وسيع پٽ ۽ ڏکڻ ۾ ديوار چين وانگر 'ڊينهه' نظر ايندو آهي. ڇنڙو ڪوٽ موجوده وقت خيرپور ضلعي جي تعلقي ناري ۾ واقع آهي. هن ڪوٽ جا ڊنل آثار اڄڙي ٿر جي مشهور ديهه جبو ۾ آهن. تاريخا هن ديهه کي ديهه جبو ڪوٽ يا ديهه جبو ريگستان ڪري سڏين ٿا. هن ڪوٽ جي اوڀر پاسي ڇنڙو تڙ ۽ ڏکڻ پاسي ڪارائو تڙ تي مالوند مال کي پاڻي پيارينداآهن. هن تاريخي ڪوٽ جي اولهندي پاسي منيارو تڙ ۽ اتر طرف ٻوڙائو تڙ آهي. ان کان سواءِ سونهري تڙ تي به ڪجهه آبادي موجود آهي.

اڄڙي ٿر ۾ جيڪي به ڪوٽ ٺاهيا ويا آهن، اهي گھڻو ڪري چوڦير پٽن سان گھيريل آهن. هي بلند پٽون، ڪوٽ جي حفاظتي برج هئڻ سان گڏ ڇڻ Observation آهن، جن جي ٽونڪ تي چڙهي پهريدار پري پري تائين ايندڙ ويندڙ قافلن تي نظر رکي سگھن ٿا ۽ دشمن کي ڪوٽ کان پري رکي سگھن ٿا. هي پٽون ڪوٽ جي حفاظت لاءِ لڪل مورچا آهن. فوجي نڪته نگاهه کان هي پهرين Defence Line آهي. اڄڙي ٿر ۾ قائم هي ڪوٽ اهڙين پٽن جي اوٽ ۾ خفيه هنڌن تي ٺاهيا ويا آهن، جو ڪنهن سونهي کان سواءِ اتي پهچڻ محال آهي. جيئن ته اڄڙي ٿر جون پٽون اتر ڏکڻ سفر ڪن ٿيون. ان ڪري واري جي ڏڙن جو هي سلسلو سامونڊي لهرن وانگر ميلن تائين پکڙيل آهي. ڇنڙو ڪوٽ به لهريدار ۽ ور وڪڙ پٽن جي سلسلي ۾ هڪ ڏهر ۾ ٺاهيو ويو آهي. ترائيءَ ۾ ڪوٽ ٺاهڻ لاءِ پاڻيءَ جي سهولت کي نظر ۾ رکيو ويو هو. ڇنڙو ڪوٽ کي چوگرد واريا سي پٽن جو ڪڙو چڙهيل آهي، جن کي ميرن جون پٽون سڏجي ٿو. هن جي پرسان هڪ وڏي ڊينهه جي بلندي 500 فوٽ ٿيندي.

اڄڙي ٿر ۾ رهندڙ اڪثر ماڻهن جو تعلق حر جماعت سان آهي، جن جي سورهين 1965ع ۽ 1971ع وارين پاڪ- هند جنگين ۾ حصو ورتو هو.

هن خطي جي ورهاست ڪلهوڙن جي دؤر کان اڳ جي آهي. مير پنهنجي دور ۾ جڏهن هن ريگستان ۾ سير شڪار لاءِ ايندا هئا ته هتان جا ماڻهو سندن رهائش، کاڌ خوراڪ ۽ سواريءَ جو بندوبست ڪندا هئا. ميرن ان جي عيوض ۾ ڪين ڪجهه ڪوهه ۽ علائقا مقرر ڪري ڏنا هئا. اڄڙي ٿر ۾ ذاتين ۽ آباديءَ جي حوالي کان سپ کان وڌيڪ رهن ٿا، جيڪي ڪل آباديءَ جو 38 سيڪڙو ٿيندا. ٻئي نمبر تي راڄڙ 25 سيڪڙو، پنيرا 18 سيڪڙو ۽ ڳاها به 18 سيڪڙو ٿيندا. انهن ڪانسواءِ اڄڙي ٿر ۾ سيد، مگريا، سميجا، موچي، ڪوري، خاصخيلي ۽ شڪاري وغيره به رهن ٿا.

**ڇنڙي ڪوٽ جي بناوت:** ڇنڙو ڪوٽ تقريباً چوڪور جڙيل آهي، هن جو اتر ۽ ڏکڻ پاسو 184 فٽ ڊگھو آهي، جڏهن ته ان جي اوڀر ۽ اولهه پاسي جي ڊيگهه 180 فوٽ آهي. ڪوٽ جي چوڦير ديوار جي سراسري ويڪر / ٿولهه 10 فوٽ آهي. ڪوٽ اندر داخل ٿيڻ لاءِ صرف ڏکڻ پاسي کان 20 فوٽ ويڪرو دروازو آهي. ڪوٽ جي سنڀال لاءِ چئن ڪنڊن تي حفاظتي برج ٺهيل آهن. ڪوٽ جي دروازي وٽ عام ڪوٽن وانگر ڪو به حفاظتي اپاءُ نه آهي. ڪوٽ جي ڪنڊن واري حفاظتي برجن جو سراسري قطر 26 فوٽ آهي. موجوده وقت ڪوٽ جي ٽن ڪنڊن تي برجن جا نشان چڱي حالت ۾ ملن ٿا. البت اتر اولهه ڪنڊ واري برج جا نشان ختم ٿي ويا آهن. مالڪي نه هئڻ ڪري ڇنڙو ڪوٽ هاڻي اڇاڻ مائل مٽيءَ جي ڍير جي شڪل اختيار ڪري چڪو آهي، جنهن جي زمين جي سطح کان بلندي چاليهه فوٽ بيهي ٿي.

هي ريگستاني ڪوٽ آسپاس ملندڙ مٽيريل مان ٺهيل آهي، جنهن کي مقامي ماڻهو 'سپ' سڏين ٿا. سليٽي رنگ جي سپ سڪي اڇو رنگ اختيار ڪري ٿي، ان ڪري هي ڪوٽ اڇاڻ مائل آهي. چانڊوڪي رات ۾ پٽن جي ڪڇ ۾ هن ڪوٽ جو نظارو ڏاڍو دلفريب نظر ايندو آهي. ڇنڙو ڪوٽ سپ جي وڏين ڇپن جو جوڙيل آهي، جن جي ماپ 3 X 2 ½ X 1 ½ فوٽ آهي. ڪوٽ ۾ ڪتب آندل ڇپون وقت گذرڻ سان پنهنجو وزن گھٽائينديون وڃن ٿيون، ان ڪري ڏسڻ ۾ ديوقامت ڇپون کڻڻ ۾ آسان ۽ وزن ۾ هلڪيون آهن. ڪتب آندل سرن تي انساني پيرن ۽ هٿن جي نشانن سان گڏ جانورن جي چنبن جا نشان به نقش ٿيل آهن، جيڪي شايد آلين اڪين تي ڇاپجي ويا آهن. ڪوٽ ۾ ڪتب آندل مٽيريل پرسان ئي زمين ۾ کڏ کوٽي ڪڍيو ويو آهي. ڪوٽ جي آسپاس اهڙن ڪيترن کڏن جا آثار موجود آهن. انهن کڏن جي گھرائي ويهه فوٽ اونهي ٿيندي. ڪوٽ ۾ ڪتب آندل مٽيريل جپسم (Gypsym) جو آهي. وقت گذرڻ سان چن جي پٿر مان ڪيترا جزا ڇڃي ڌار ٿيڻ سان اهو جپسم ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو.

**حفاظتي چوڪي:** ڇنڙو ڪوٽ کان ڪجهه فاصلي تي هڪ ترائيءَ ۾ هڪ ٻئي ننڍڙي ڪوٽ جا آثار ملن ٿا، جنهن کي ڇنڙي ڪوٽ جي حفاظتي

چوڪي جتي سگھجي ٿو اها چوڪي سنڌ ۾ جيسلمير طرف گذرندڙ شاهراهه جي حفاظت لاءِ جوڙي وئي هوندي. ان ڪوٽ نما پوسٽ جا نشان متجي ويا آهن. ان جي اتر طرف دروازي جا اهڃاڻ ملن ٿا. انهن آثارن مان اندازو ٿئي ٿو ته اها چوڪي مستطيل هئي، جنهن جو اولهه اوڀر پاسو 120 فوٽ ۽ ٻيو پاسو اتر ڏکڻ 55 فوٽ ٿيندو. اهو حفاظتي ڪوٽ به چپسر جو ٺهيل آهي، جنهن ۾ به وڏيون چپون استعمال ٿيل آهن. بچيل نشان ڏسي چئي سگھجي ٿو ته ان چوڪي جي چئني ڪنڊن تي به برج هئا.

**چنگ:** چنگ سنڌ جو عوامي ساز آهي، جيڪو ڦوڪ ۽ ضرب سان وڄايو وڃي ٿو. فولاد جي چار سوت کن ٿلهي تار کي موڙي گول دائري جي شڪل ڏئي، هر هڪ گول جي سري وٽان ٽن سوتن جي وٿي ڏئي، تارون ٻاهر ڇڪي، ٽن انچن جي فاصلي تي چنهنبيارون رکيون وينديون آهن. گول جي وچ تي هڪ باريڪ چپٽي تار چهنب وانگر نڪري، ٻنهي سرن وٽان نڪتل تارن جي وچ مان ٿيندي، تارن جي ڇيڙي وٽ مٿي مڙندي آهي ته جيئن آڱر سان ان کي ضرب ڏئي ڇيڙي وڄائي سگھبي آهي.



چنگ تمام سادو ساز آهي، ڪي ڪاريگر ٺامي مان به چنگ ٺاهيندا آهن. چنگ وچ واري تار تمام نرم ٿيندي آهي، جنهنڪري ڏڪ هڻڻ سان ان ۾ لرزش (ارتعاش) پيدا ٿيندي آهي. پتريءَ جي اها چپٽي تار، گول دائري جي ٻئي طرف به ڌ انچ کن ٻاهر نڪتل هوندي آهي. دائري جو قطر ٽي ساڍا ٽي انچ ٿئي ٿو. قطر جي سائيز جي حساب سان چنگ مان نڪرندڙ آواز ڳرو يا سنهو ٿيندو آهي. گول دائري کي اهڙيءَ طرح هٿ ۾ جهلبو آهي، جو وچ مان گذرندڙ چپٽي تار کي هٿ نه لڳي ۽ چنهبن وارو پاسو چپن ۽ ڏندن جي ٽيڪ تي جهلي، هڪ هٿ سان ضرب هڻبي آهي ۽ ساهه کي اندر ۽ ٻاهر ڏکبو آهي. وات جي اندر زبان کي به مرڪائبو آهي ته جيئن هوا مختلف انداز سان ضرب جي تال سان جوڙ کائي ۽ هڪ خوبصورت لهرن وارو آواز پيدا ڪري، چنگ آواز ڏاڍو مٺو نڪرندو آهي، قابل چنگائي، هن ساز تي لهرا به وڄائيندا آهن. چنگ سنڌ جو مقبول ساز آهي. هي ساز، آزاد ڪشمير ۾ 'بجنگ'، سرحد ۽ بلوچستان ۾ 'چنگ' ۽ ڪن ريگستاني علائقن ۾ 'مچنگ' سڏجي ٿو انگريزي ۾ هن کي Jew's Harp چوندا آهن.

**چنگ جو صرفي جائزو:** چنگ جا ٻه مکيه قسم آهن. (1) ڪماني چنگ (Boul-Shaped)، (2) ورقي چنگ (Lamellate). انگريزي ۾ ٻنهي لاءِ هڪ ئي لفظ Jew's Harp آهي. سنڌ ۾ هن ساز کي چنگ، مور چنگ ۽ دکن ۾ 'مور سنگ' چون ٿا. هڪ تحقيق موجب انگريزيءَ ۾ اهو لفظ Jew's Harp، 1595ع ۾ پهتو هي نالو ظاهر ڪري ٿو ته هي ساز شايد يهودين جي ڪنهن خطي ۾ ايجاد ٿيو هو. گوردن فرازيئر جو خيال آهي ته اڳ ۾ هن ساز کي Jew's Trump چيو ويندو هو ان کان اڳ ۾ اتر آئرلينڊ ۽ اسڪاٽلينڊ جا ماڻهو ان کي صرف Trump سڏيندا هئا. جيئن ته هن ساز لاءِ مختلف ملڪن ۾ مختلف نالا آهن. ان ڪري هن ساز جو تعلق يهودين سان جوڙڻ مشڪوڪ آهي، گوردن جو خيال آهي ته هي لفظ Gewgaw مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: 'راند يڪو'. موجوده لفظ Jew's Trump اُن جي بگڙيل صورت آهي.

**جوڙجڪ** (Lamellate Jew's Harp)**:** ورقي چنگ ۾ عام طرح سنهي ڪاٺيءَ، بانس، هڏيءَ، عاج يا ڌاتوءَ جي پتري پليٽ 8 کان 35 سينٽي ميٽر ڊگھي ٿيندي آهي. Idiolet قسم جي چنگ جي ڊيگھ کان ڪجهه وڏي پتري تار ڪٽي ويندي آهي ۽ بعضي ان جي پاڙ وٽ تار جوڙي ويندي آهي. ڪڏهن وري تار فريم يا ڍانچي جي پايي وٽ ملائبي آهي. چنگ وڄائيندڙ تار کي ڇڪي زبان ۾ لرزش پيدا ڪندو آهي. ان کي سهاري ڏيڻ لاءِ زبان جي چوٽيءَ ۾ چوڙ، ميخ يا ڪانٽي جهڙي شيءِ ٻڌبي آهي، ڪن هنڌن تي هن ساز کي ٻه وڏيڪ زبانون هونديون آهن، اهڙيءَ ريت گونجار جا ڪيترا طريقا رائج آهن. ڪن خطن ۾ ساز جي پويان بانس جو نڙو به استعمال ڪندا آهن.



**ڪماني چنگ** (Bow shaped Jew's Harp)**:** هن چنگ جو قسم ٺپيل لوهه مان ٺهندو آهي. لوهه کان سواءِ ٺامي، پتل، چاندي ۽ سون مان به ان جو ڍانچو ٺاهيو ويندو آهي، پر سنڌ ۾ هي چنگ لوهه مان ئي ٺهندو آهي ۽ ان جي زبان الڳ ٺاهي، پوءِ ڍانچي سان ملائبي آهي، هن جي ڊيگھ 5 کان 15 سينٽي ميٽرن جي وچ ۾ هوندي آهي. زبان ٻنهي پاسي ڍانچي کان ٻاهر وڌيل هوندي آهي، باج واري پاسي سنهي، مڙيل ۽ چوٽيءَ وٽ ڪنڊياري ٿيندي آهي.

**قدامت ۽ استعمال:** محققن جو خيال آهي ته ورقي ۽ ڪماني چنگ جو قديمي ديس يورپ آهي، ٻين جو خيال آهي ته ننڍو کنڊ ئي هن ساز جي جنم ڀومي آهي. آسٽريليا ۾ ڪنهن سمي دِر جانان اڳيان ٻيهي عشاق وڄائيندا هئا. ان ڪري هن ساز جي وڄت تي بندش وڌي وئي، نيوزيلنڊ ۾ هي ساز بيمارين جي علاج طور وڄايو ويندو هو.

**ڪيرتن:** مجموعي طور چنگ جي وڄت جو مدار ان جي لچڪيدار فولادي زبان تي آهي، جنهن کي ڪونڊڻ (Plucking)، ضربڻ/ ڇيڙڻ (Striking) ۽ ڇڪڻ يا ڇڪي ڏيڻ (Traction) سان آواز ۽ لرزش لائق بنائي سگھبو آهي.

ڪماني چنگ هڪ هٿ ۾ جهليو آهي، آڱوٺو ساز جي زبان جي پوئين وڌيل ڇيڙي جي هيٺيان ۽ هٿ جي ڏسٽي ۽ وچين آڱر ساز جي فريم جي مٿئين ٻانهن تي رکي، ڍانچي ج اڀئي ڇيڙا ڏندن جي وچ ۾ جهليا آهن ۽ ٻئي چپ ٻنهي ڇيڙن مٿان اهڙيءَ ريت رکيا آهن، جيئن اهي زبان جي لرزش ۾ رڪاوٽ پيدا نہ ڪن. زبان کي ٻئي هٿ جي ڏسٽي آڱر سان ڪوندي وڄائبو آهي. ساز گهڻو ڪري کٻي هٿ ۾ رکبو آهي. آواز پيدا ڪرڻ لاءِ وات مان ساهہ ڪڍبو آهي، آواز جو مدار زبان جي ڪوند، وات ۾ زبان جي وٿيءَ جي گهٽ وڌ ٿيڻ جي ميلاپ تي هوندو آهي.

**چنگالِي** (طعام): چنگالي هڪ مشهور طعام آهي. چنگالي، ڇانورن مان ٺهيل پينهون هوندا آهن، جن کي ڪنڊ سان گڏ رڌي تيار ڪبو آهي. شادي وغيره جي موقعن تي يا عام طرح مهمانن کي صبح جو نيرن تي پينهون ڪارائبا آهن، گڏيل طور هن ڪاڌي کي چنگالي چوندا آهن.

**چنگاٽا** (قبيلو): چنگاٽا هڪ قبيلي جو نالو آهي، جيڪي خانہ بدوش هوندا آهن. 'چنگاٽا' لفظ 'چنگر' يا 'زنگر' مان نڪتل آهي. هي قبيلو قديم زماني ۾ سنڌو درياهہ جي ڪناري تي آباد هو بهرام پنجون (420ع کان 438ع) کين هندستان مان ايران وٺي آيو هو. ان ڪانپوءِ هي ماڻهو سڄيءَ دنيا ۾ ڦهلجي ويا.

هن مان ڪجهہ ماڻهو آباديون ٺاهي ٽانيڪا ٿي ويٺا ۽ باقي خانہ بدوش جي زندگي گذاري رهيا آهن. پراڻن طور طريقن تي هلندڙ هي خانہ بدوش هڪ جڳهہ تي آباد ٿي ويهندڙ چنگاٽين کي نفرت جي نگاهہ سان ڏسن ٿا. ايران ۽ ترڪيءَ ۾ هنن جو تعداد تمام گهڻو آهي ۽ سندن الڳ مذهب ۽ سياسي نظام آهي.

**چَنگَل** (ديهہ): ضلعي ۽ تعلقي نوشهري فيروز جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ چنگ ۽ بودلو ڏاهري ڳوٺ شامل آهن.

- مشهور درويش ۽ شاعر سيد سليمان شاهہ، جيڪو اصل 'پورڻ' (تعلقي موري) جو هو، اهو بہ هن ڳوٺ ۾ دفن آهي.

**چنگلاٽي** (ديهہ): ضلعي سکر جي تعلقي گهوٽڪيءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چنگلاٽي، سچيڏنو ڪلوڙ، ڪُنير، لانگاهہ، احمد ڪلهوڙ، پوررڙا ۽ غازي ڪالادي.

چنگلاٽي ڳوٺ ۾ ڇوڪرن توڙي ڇوڪرين جا جدا جدا پرائمري اسڪول موجود آهن.

- دادو تعلقي ۾ چنگلاٽي نالي هڪ ڳوٺ بہ آهي.

**چَنگيرِ/ چَنگيرِي**: وڏين قاموسي تيلين مان ٺهيل هڪ ٽوڪري يا ڇٻي، جنهن ۾ ماني ۽ گل رکيا ويندا آهن، ان کي 'چنگير' يا چنگيري چئبو آهي.

**چنگيز اعتماتوف** (Chinghiz Aitmatov): عالمي ادب ۾ ڪهاڻيڪار طور مشهور اديب چنگيز اعتماتوف جرمنيءَ جي نيورمبرگ علائقي ۾ 12 ڊسمبر 1928ع تي جنم ورتو. غربت جي ماحول ۾ اک کوليائين. ننڍڙي ڄمار ۾ يتيم ٿيو. ڏهن ورهين جي عمر ۾ ٽن ننڍن ڀائرن، ڀينرن ۽ ماءُ جي جياپي لاءِ زمين تي ڪم ڪرڻ لڳو. ٽورو وڏو ٿيو تہ 'سلوطري اسڪول' ۾ داخل ٿيو، جتان نڪري زرعي اداري جو رخ ڪيائين. ٽن سالن تائين گهوڙن



جي ڊاڪٽر' جا فرض سرانجام ڏنائين. خچرن، گهوڙن، رڍن ۽ ٻڪرين جون ڀڳل ٽنگون جوڙيندو ۽ انهن جي نسل ۽ صحتمند زندگيءَ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪندو رهيو. ڪجهہ وقت بعد جانورن جي اسپتال ڇڏي، صحافيءَ جي حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. اخباري انتظاميہ سندس اهليت ۽ شوق کي ڏسي ڪيس اسٽاف ۾ شامل ڪيو.

چنگيز اعتماتوف 22 ورهين جي عمر ۾ ڪهاڻيون ۽ خاڪا لکيا، 30 سالن جي ڄمار ۾ هن ڀرپور شاهڪار ناول 'جميلہ' لکيو. جيتوڻيڪ هي ناول مختصر هو، پر مقصد جي خيال کان جامع ۽ بلند مقام رکي ٿو هن ناول چنگيز اعتماتوف کي سڄاڻپ ڏني ۽ عالم، اديب ۽ پڙهيل ماڻهو سندس تعريف ڪرڻ لڳا. ٽن سالن جي عرصي ڪانپوءِ مشهور يورپي اديب لوئي آراگان سندس اول جو فرينچ زبان ۾ ترجمو ڪيو. ان ترجمي ڇپجڻ ڪانپوءِ چنگيز اعتماتوف جو شمار عالمي ادب جي اهم ليکڪن ۾ ٿيڻ لڳو ۽ سندس شهرت اوير ۽ اولهہ ۾ پکڙي وئي. لکڻ سان چنگيز اعتماتوف جي عشق جو سڀ کان ڀرپور اظهار 'جمليہ' (ناول) آهي. هي ناول سندس ادبي زندگيءَ جي شروعات هئي. ان بعد هن مسلسل لکيو. هن جيڪي شاهڪار ڪتاب لکيا، تن ۾: 'روبرو'، 'ڪونجون صبح دم اڏامن ٿيون'، 'الوداع'، 'سفيد برسات'، 'ڪناري تي ڀڪندڙ ڪتو'، 'سفيد جهاز' ۽ 'هڪ صديءَ کان وڌيڪ ڊگهو ڏينهن' خاص طور تي ڳڻائي سگهجن ٿا. ڪهاڻين ۽ ناولن ۾ چنگيز اعتماتوف ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جو نقشو چٽيو آهي.

هن 10 جون 2008ع تي وفات ڪئي.

**چنگيز خان**: چنگيز خان جو اصل نالو 'تموچين' هو هن 563هہ مطابق 1162ع ڏاري برخان خلدون جبلن جي درياهہ 'ريلون بولداق' جي ڪنڌيءَ تي هڪ ڳوٺ ۾ جنم ورتو. منگولن جي روايت موجب جمڻ وقت تموچن ماءُ



جي ٽڄ بدران رت پيتو هو. 'تموچن' جي معنيٰ 'لوهہ' آهي. هن جو تعلق هڪ نواب گهراڻي سان هو ۽ سندس والد ۽ ابا ڏاڏا منگول قبيلي جا اڳواڻ هئا. هو والدين جو ٽيون نمبر پٽ هو. ڪيس ٽي ڀائر ۽ هڪ ڀيڻ هئي. ٻارهين صدي عيسويءَ جي ڀرئين اڌ ۾ هي خاندان، جديد منگوليا جي حصي ۾ اوير منگوليا تي غالب رهيو. پر پوءِ ڪين بوئر نور جي تاتار نالي هڪ قبيلي اڳيان هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا. هن قبيلي اتر چين جي حڪمرانن سان ملي، 1161ع ۾ منگولن کي شڪست ڏني. منگولن ۾ ڪو سردار نہ رهيو ۽ اهي منتشر ٿي چڪا هئا، پوءِ بہ هنن تاتارين خلاف پنهنجي جدوجهد جاري رکي. تاريخ ۾ اچي ٿو تہ چنگيز جي پيدائش وقت سندس پيءُ ٻن تاتار سردارن کي جنگي قيدي بنائي آيو هو. جن مان هڪ جو نالو تموچن اوڪر هو.

جنهن تان ئي چنگيز خان جو نالو تموچن رکيو ويو منگولن ۾ ان دور ۾ اهو دستور هو ته اهي پنهنجي قبيلي کان ٻاهر شادي ڪندا هئا. جڏهن تموچن نَوَن سالن جو ٿيو ته پيءُ کيس منگوليا جي اڀرندي حصي ۾ وٺي ويو ته جيئن سندس ماءُ جي قبيلي قنقرات مان هن لاءِ ڪا ڇوڪري ڳولي سگهجي. منگولن جي رواج مطابق يسوڪائي پنهنجي پٽ کي اتي ڇڏي آيو ته جيئن هو پنهنجي سهري جي خيمي ۾ پرورش وٺي، جنهن جي ڏهن سالن جي ڌيءُ بورتا سان سندس شادي ٿيڻ واري هئي. جڏهن چنگيز خان جو پيءُ وطن واپس موٽي رهيو هو ته سندس ڪٽر دشمن هن کي سڃاڻي هڪ دعوت ۾ روڪي ويا ۽ اتي کيس زهر ڏئي قتل ڪري ڇڏيائون. ان ڪانپوءِ تموچن ۽ سندس ماءُ غربت واري زندگي گذارڻ تي مجبور ٿي ويا. جڏهن تموچن نوجوان ٿيو ۽ قبيلي جي هڪ شاخ (تايجيوت) جي ماڻهن کي سندس جيئري هئڻ جي خبر پئي ته هنن سندن خيمي تي حملو ڪيو. پر حملي مان تموچن بچي وڃي جهنگ ۾ لڪو. پر ٿورن ڏينهن ڪانپوءِ کيس گرفتار ڪيو ويو. هن کي مستقل قيدي بنائي، سندس ڳچيءَ ۾ هڪ ڪاٺ جو طوق وجهي ڇڏيائون. جتي به ويندا هئا کيس گڏ وٺي ويندا هئا. هڪ موقعي تي جڏهن اهي ماڻهو جشن ملهائي رهيا هئا ته تموچن کي ڀڄڻ جو موقعو مليو ۽ هي درياهه ۾ ٽپ ڏئي قيد مان ڀڄي ويو. قيد مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ تموچن پنهنجي ٿيڻ واري زال بورتا لاءِ اوڀر منگوليا جو رخ ڪيو. بورتا ڏاج ۾ صرف هڪ ڪاري برفاني جانور جي کل آندي، جيڪا اڳتي هلي چنگيز خان جي ترقيءَ جو ڪارڻ بڻجي. تموچن اها کل طغرل کي تحفي ۾ پيش ڪئي. جنهن جي سلطنت درياهي تلاءَ جي ڪناري تي موجود 'المن بتور' علائقي تائين ڦهليل هئي. طغرل بيگ تاريخ ۾ اونگ خان جي نالي سان مشهور هو. جيڪو تموچن جي پيءُ جو مائٽ هو. اهو هن تحفي تي گهڻو خوش ٿيو ۽ تموچن کي امان ۾ رکيائين. ڪجهه وقت ڪانپوءِ تموچن جي خيمي تي جنگي قبيلي 'مرڪيت' جي ماڻهن حملو ڪيو ۽ سندس نئين پرڻيل زال اغوا ڪري ويا. چنگيز خان طغرل ۽ جاموقا جي مدد سان زال کي 'مرڪيتن' جي قيد مان آزاد ڪرايو. ماجوقا ۽ تموچن تمام گهرا دوست هئا. هميشه پنهنجا خيما گڏ هڻندا هئا، پر ڪجهه عرصي ڪانپوءِ جڏهن ٻنهي ۾ رنجشون پيدا ٿيون. هن جاموقا کان ڪناره ڪشي اختيار ڪري ورتي.

1196ع ۾ جڏهن ماڻهن سندس سرپرست طغرل کي تخت تان لاٿو ته کيس ڪجهه وقت قراقتاڪ جي دربار ۾ جلاوطنيءَ جي زندگي بسر ڪرڻي پئي. آخرڪار 1197ع ۾ چنگيز خان جي مداخلت سان طغرل کي ٻيهر تخت ۽ تاج واپس مليو. انهيءَ سال ٻنهي گڏجي تاتار جي خلاف هڪ مهم ۾ چين مخالف حصو ورتو. 1199ع ۾ چنگيز ۽ طغرل (جنهن کي اونگ خان جو لقب مليل هو) ملي مغربي منگوليا ۾ نايمان قبيلي تي حملو ڪيو. اهو قبيلو ترڪي نسل جو هو ۽ ان جي اڪثريت عيسائي هئي. 1201ع ۽ 1202ع ۾ ٻنهي گڏجي چنگيز خان جي اڳوڻي دوست جاموقا جي وفاقي قبيلن کي شڪست ڏني. 1202ع ۾ چنگيز خان هڪ ٻي لڙائيءَ ۾ پنهنجي پراڻن دشمنن تاتارين کان آخري انتقام ورتو ۽ کين نيست ۽ نابود ڪيائين.

ان کان پوءِ چنگيز خان ۽ طغرل جي وچ ۾ رنجشون پيدا ٿيون. هنن ٻنهي کلي عام هڪٻئي سان جنگ ڪئي. هڪ جنگ ۾ چنگيز خان کي شڪست آئي ۽ ٻيءَ جنگ ۾ چنگيز خان طغرل خان کي شڪست ڏني. اهڙيءَ طرح منگوليه تي چنگيز خان جو اقتدار قائم ٿيو. 1205ع ۾ چنگيز خان تنگوت تي حملو ڪيو هتي جا رهاڪو تبتي نسل جا هئا. هي ماڻهو اتي آباد هئا جتي دريائي زرد جو هڪ وڏو موڙ واقع آهي. اڄڪلهه هيءُ علائقو روس جي صوبي ڪانسو تي مشتمل آهي.

اڳتي هلي منگول حڪمرانن تموچين کي پنهنجو سردار تسليم ڪيو ۽ کيس چنگيز خان جو لقب ڏنائون. جنهن لقب سان ئي تاريخ ۾ مشهور ٿيو

قبيلي جو سردار ٿيڻ ڪانپوءِ چنگيز خان منگولن جي خانه جنگين دوران اهم قوت بڻجي ويو. هن ذهانت ۽ عقلمنديءَ سان ڪيترين رياستن فتح ڪيون ۽ پنهنجي سلطنت کي وڌايو. 1206ع ڌاري چنگيز خان مرڪيتن، نايمان قبيلي مرڪيتن، منگولن، تاتارن ۽ يگر قبيلن کي ماتحت بڻائي پنهنجي رياستن کي وڌايو. 1206ع ۾ ئي هن زيا گهراڻي کي فتح ڪيو.

1211ع ۾ چنگيز خان ديوارِ چين جي سڄي علائقي تي حملو ڪري ان کي برباد ڪري ڇڏيو. ديوار اڳيان هئڻ ڪري سندس پيش قدمي رڪجي وئي. 1213ع ۾ ديوارِ چين کي سر ڪري، هٿي پاسي ڀڄي ويو ۽ اهڙيءَ طرح اتر منگول چين جي ميدانن ۾ پکڙجي ويا. هن 1215ع ۾ جن گهراڻي جي شهريان جنگ (جنهن کي هاڻي بيجنگ سڏيو وڃي ٿو) کي فتح ڪيو.

1215ع ۾ زرد درياهه جو سڄو علائقو منگولن جي قبضي ۾ اچي ويو. ان بعد منگول ٽن طرفن کان پيڪن (موجوده پيڪنگ) طرف وڌيا. چيني شهنشاهه صلح جا شرط منظور ڪيا. هن هڪ سگ ۽ خراج ادا ڪري منگول فوجن کي پنهنجي علائقي تي حملي کان روڪيو. اهو خراج وڏي تعداد ۾ ڏاج جي صورت ۾ هو. جيڪو چيني شهزاديءَ کي ڏنو ويو. جنهن جي شادي چنگيز خان سان ٿي. جلد حالتن کي مناسب سمجهندي، چنگيز خان چين تي حملو ڪري، پيڪن تي قبضو ڪري ان کي بلڪل تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو ۽ بادشاهه زرد درياهه جي ڪناري ڏکڻ طرف ڪائي فنگ ڏانهن ڀڄي ويو لڙائيءَ ان ڪانپوءِ به جاري رهي. سمرچائي ۽ سنڪيانگ کي پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪرڻ ڪانپوءِ چنگيز خان جي سلطنت جون حدون، سلطان محمد خوارزم شاهه جي مملڪت سان وڃي مليون. 1216ع ۾ ۽ 1219ع ۾ ارال سمنڊ جي اتر ۽ اوڀر ۾ سلطان محمد خوارزم جي فوج ۽ چنگيز خان جي وڏي پٽ جوچي کي ڪمان هيٺ منگول فوج جي وچ ۾ لڙائي ٿي. مرڻ کان اڳ چنگيز خان پنهنجي شهنشاهت جون رياستون پٽن ۾ ورهائي ڇڏيون. 1227ع ۾ سندس موت تائين شهنشاهت وڌندي رهي. هن جي وفات وقت منگول شهنشاهت ڪئسپين سمنڊ کان ڄپاني سمنڊ تائين پکڙيل هئي.

چنگيز خان کان پوءِ سندس جڳهه سنڀاليندڙ اوگدائي خان جي دور ۾ منگول رياست پري پري تائين پکڙجي وئي. چنگيز خان جي مغرب واري مهم آخري جنگ هئي.

چنگيز خان جي ڪاميابيءَ جو وڏو سبب اولهه ۽ اوڀر ترڪستان جا مسلمان هئا، جيڪي بادشاهه نايمان ڪوچلڪ خان ۽ خوارزم جي هٿان ظلم برداشت ڪري چڪا هئا. انهن چنگيز خان کي پنهنجي نجات جو

ذريعو سمجهيو. چنگيز خان ساڻس اچي ملنداڙ مسلمان حاڪمن سان سهڻو سلوڪ ڪيو ۽ مٿن اعتماد جو اظهار ڪيو. چنگيز خان جڏهن بخارا پهتو ته پنهنجي پٽ تولي خان سان گڏ گهوڙن تي سوار ٿي شهر جي جامع مسجد ۾ داخل ٿيو ۽ ان جي هڪ حصي ۾ گهوڙن لاءِ طنبيلو تيار ڪرايائين ۽ اتي جي عالمن ۽ مشائخن کي گهوڙن جي داڻي پاڻيءَ لاءِ مامور ڪيائين ۽ پاڻ پنهنجن وزيرن سان گڏ مسجد جي هڪڙي حصي ۾ پنهنجي فتح ۽ ڪامرانيءَ جو جشن ملهائڻ ۽ عيش عشرت جي محفل منعقد ڪرڻ ۾ مشغول ٿي ويو. ٻئين ڏينهن شهر جي ٻاهران محلي ۾ شهر جي اشراف ۽ دولتمند ماڻهن کي گڏ ڪري، منبر تي ويهي ساڻن هنن لفظن ۾ مخاطب ٿيو:

"توهان جو گناهه تمام وڏو آهي ۽ آءٌ ان جي محاسبي لاءِ مامور ڪيو ويو آهيان. آءٌ عذابِ الاهي آهيان، جيڪڏهن توهان ڪو وڏو گناهه نه ڪيو هجي ها ته خدا مون کي عذاب بڻائي نه موڪلي ها." ۽ ان بعد سمورن کي مارائي ڇڏيائين. هن ظالم شخص انسانن کي قتل ڪري انهن مان منارا اڏايا هئا.

دنيا جو هي ظالم صفت ماڻهو 1227ع ۾ مري ويو. کيس منگوليا ۾ ڪنهن اڻ ڄاتي هنڌ دفن ڪيو ويو. جو سندس قبر جو به ڪنهن کي پتو نه آهي.

**چَنهَرُ**: چنهر ٻاراڻي راند آهي جنهن کي 'چلهر' به چوندا آهن. هي راند ٻه يا چار ڇوڪرا يا ڇوڪريون گڏجي کيڏندا آهن. چنهر راند جو چارٽ اڳ سان ڪنهن پڪيءَ جاءِ تي ۽ ڪچي مٽيءَ تي ليڪا ڪڍي ٺاهيو ويندو آهي. چنهر راند ڇئن ڪوڏين سان کيڏي ويندي آهي. اهڙيءَ طرح هر هڪ رانديگر وٽ الڳ الڳ قسم جون ڪوڏيون هونديون آهن. جيئن سڃاڻپ سگهجن. راند دوران ترتيب وار واري واري سان هر رانديگر ڪوڏيون پٽ تي اڇلائي پنهنجو داءُ هڻندو آهي. ڪوڏين جي سنئين يا ابتي ڪرڻ سان راند جي داءَ جو تعين ڪبو آهي. جيڪڏهن چار ئي ڪوڏيون سنيون پيون ته چنهر ٿيندي، ٻه ڪوڏيون سنيون پيون ته ٻه داڻا ليکبا، ٽي ڪوڏيون سَنيون پيون ته ٽي داڻا ۽ هڪ ڪوڏي سنئين پئي ته هڪ داڻو ليکبيون ۽ جيڪڏهن چارئي ڪوڏيون سنئين پر هونديون ته 8 داڻا ليکبا. هن راند ۾ اٺ داڻا ۽ چنهر وڏا داءَ هوندا آهن. انهن داڻن تي هڪ داڻو اضافي ٿيندو آهي، جنهن کي 'پئون' چوندا آهن. هن راند رچڻ لاءِ ڪڍيل ليڪن کي 'ڇيلا' چئبو آهي، جنهن ۾ وچ واري ڇيلي يا ڇڪي ۾ چارئي ڪوڏيون راند هلائي رچائيبيون آهن. جيڪو سڀ کان اڳ چارئي ڪوڏيون رچائيندو آهي، اهو راند کٽي ويندو آهي.

|  |  | X |  |  |
|---|---|---|---|---|
|  |  |  |  |  |
| X |  | X |  | X |
|  |  |  |  |  |
|  |  | X |  |  |

**چنهڙ دڙو**: تعلقي وارهه جي شهر نصير آباد ٻاهران وڳڻ- نصيرآباد روڊ تي هڪ وڏي ايراضيءَ ۾ پکڙيل هڪ دڙو آهي، جنهن کي چنهڙ دڙو سڏيو وڃي ٿو. هتان مٽاچري تان ملنداڙ وٿون اسلامي دور جون آهن، جن ۾ ٺڪراڻي ڀڳل ٺانوَ رانديڪا، چوڙين جا ٽڪر ۽ ٽامي جا ڪٽيل سڪا اچي وڃن ٿا. هيٺ ڪوئائي ٽيل نه آهي. مقامي ڳوٺ وارن هتي قبرستان ٺاهي ڇڏيو آهي ۽ اهي قبرون گهڻو ڪري پٿرن جي ڍيرو انگر آهن.

**چَنيجا**: هڪ ذات جو نالو. تعلقي موري ۾ هڪ ديهه ۽ ڳوٺ به چنيجا نالي سان آهي. سنڌو درياهه جو هڪ پتڻ به چنيجن جي نالي سان هو. اُن شهر بابت هڪ پهاڪو مشهور آهي ته "ڇَتي چنيجن جي، وڃي پُرڻ تي پيئي." چنيجا ۽ پُرڻ، تعلقي موري جا ڳوٺ آهن، جيڪي هڪٻئي جي ويجهو آهن. ڪنهن زماني ۾ چور چنيجن ۾ ڦُرڪرڻ آيا، پر ڀُلجي وڃي پُرڻ ڳوٺ پهتا ۽ اُتي ڦُرڪر موٽيا. اُن تان هي پهاڪو ٺهيو.

**چنيسر - I** (620هه/ 1223ع- 625هه/ 1228ع): چنيسر نالي سومرو سردار ديبل جي تخت تي ويٺو. هي اُهو دور هو جڏهن جلال الدين خوارزم شاهه، چنگيز خان کان شڪست کائي ننڍي کنڊ جو رخ ڪيو هو. خوارزم شاهه جڏهن لاهور پهتو ته التمش کيس پناهه ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ کيس ملڪ ڇڏي وڃڻ لاءِ چيو. چو ته چنگيزي لشڪر سندس پيڇو ڪندو پئي آيو ۽ التمش خطرو محسوس ڪيو ته چنگيز خان لاهور مان دهليءَ ڏانهن نه رخ ڪري. ان ڪري جلال الدين خوارزم شاهه سنڌ ڏانهن رخ ڪيو. هن ڀهرائين ملتان ۽ اُچ کي لٽيو ۽ ڦريو. ان کان پوءِ بکايل شينهن وانگر سڄيءَ سنڌ کي خون ۾ رنگي ڇڏيائين. جڏهن هو ديبل پهتو ته چنيسر مقابلي جي سگهه نه سمجهي، اهل و عيال ۽ خزانو ڪٺي ٻيڙيءَ تي سوار ٿي ڪنهن ڏورانهين ساموندي ٻيٽ ڏانهن هليو ويو. جلال الدين خوارزم شاهه ديبل کي اچي لُٽيو. هن ديبل ۽ دمريلا جا خوبصورت شهر ۽ آسپاس جا ڳوٺ ۽ بستيون لُٽي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيون. هو ڪافي وقت لاءِ ديبل ۾ رهيو. ان دوران هن سنڌ جي پاڙيسري ۽ مددگار رياست گجرات تي به لشڪرڪشي ڪئي. ڇاڪاڻ ته کيس شڪ هو ته سومري حاڪم چنيسر گجرات ۾ پناهه ورتي آهي. ديبل ۾ رهائش وقت هن هڪ ديول کي ڊهرائي هڪ مسجد تعمير ڪرائي. جڏهن سندس فوج گجرات کي ڦري لٽي واپس ديبل پهتي ته کيس اطلاع پهتو ته چنگيزي فوج سندس ڳولا ۾ ويجهو اچي پهتي آهي. ان ڪري جلال الدين خوارزم شاهه مڪران جي رستي ڪرمان روانو ٿي ويو. سندس واپسيءَ کانپوءِ چنيسر واپس ديبل موٽي آيو. جلد ئي التمش جي سپهه سالار نظام الملڪ جنيدي ديبل تي حملو ڪيو. چنيسر ملڪ کي وڌيڪ تباهيءَ کان بچائڻ لاءِ جنيديءَ سپهه سالار آڏو پيش پيو ۽ التمش جي درٻاري اميرن جي صف ۾ شامل ٿي ويو. مولانا ابوالظفر ندويءَ جي راءِ آهي ته چنيسر يا ته خانه جنگيءَ ۾ مري ويو يا وري ان ٻيٽ تي (جتي هو جلال الدين خوارزم کان پڄي وڃي رهيو هو). ڪجهه وقت گذرڻ کانپوءِ مري ويو هوندو. بهرحال چنيسر 625هه/ 1288ع تائين ملڪ سلطان الدين چنيسر جي لقب سان حڪومت ڪئي. ايم. ايڇ. پنهور پنهنجي ڪتاب 'سومرا ڪنگڊم آف سنڌ' ۾ ڄاڻائي ٿو ته: "چنيسر-I، 620 هه/ 1223ع کان 625 هه/ 1228ع تائين حڪومت ڪئي. جنهن کانپوءِ ڪينٽڙي سومري جو دؤر آيو. پر ڪينٽڙي کانپوءِ وري چنيسر اول، 634هه/37-1236ع تائين ڪجهه سالن لاءِ حڪومت ڪئي." ان مان ثابت ٿئي ٿو ته چنيسر نالي ٻن حڪمرانن نه، بلڪ ٽن حڪمرانن حڪومت ڪئي.

**چنيسر**_ II (684ھ/1285ع- 666ھ/1267ع): طائيءَ جي دور ۾ چنيسر سندس بااثر وزير هو. طائيءَ جي موت کانپوءِ سردارن ۽ راڄن چنيسر کي محمد طور جي تخت تي ويهاريو. پر جلد هن پنهنجي گادي ديبل مقرر ڪئي. هن جو دور خوشحاليءَ جو دور هو. سنڌي زبان جو لوڪ داستان 'ليلا چنيسر' دور جي ماحول ۽ خوشحاليءَ جي عڪاسي ڪري ٿو. چنيسر پنهنجي وجيهه ۽ خوبصورت شخصيت سبب مشهور هو. هن ملڪ مٿان ارڙهن سال حڪومت ڪئي ۽ سن 1285ع ۾ فطري موت مئو. سندس زال ليلا سندس موت جو صدمو برداشت ڪري نہ سگهي ۽ مٿانئس ڪِري مري وئي. اهڙي نموني ٻئي پيار جي دنيا ۾ هڪ انمول مثال ڇڏي امر ٿي ويا.

**چنيسر**- III: دودي-IV جي المناڪ شهادت کانپوءِ دهليءَ جي سلطان علاؤالدين جي سپهہ سالار نصرت خان سيوهڻ جو علائقو ملتان جي ماتحتيءَ ۾ رکيو ۽ باقي روپا ماڙيءَ جي تخت کي چنيسر جي حوالي ڪيو. پر قبائلي عصبيت، وطن سان غداريءَ ۽ جنگي ڏوهي هئڻ ڪري سنڌ جي غيرتمند عوام ۽ راڄن جي چڱن مڙسن سندس خلاف بغاوت ڪئي ۽ کيس تخت تان لاهي، دودي جي پٽ پونگر کي تخت تي ويهاريو ويو. جيڪو ان وقت صغير هو.

**چنيسر** (گاهہ): چنيسر گاهہ جو هڪ قسم آهي، جنهن جا گل بدبودار ۽ پاڙ اڇي رنگ تي بصر وانگر ٿئي ٿي. حڪيمن چواڻي: هي گاهہ خشڪي پيدا ڪندڙ اثر رکي ٿو. هن جا پن جيري جي بيمارين لاءِ مفيد آهن. هن جي پاڙ وڏيل تِري کي گهٽائڻ ۽ ڦٽن کي خشڪ ڪرڻ لاءِ مفيد آهي.

**چنيسر ڪوٽ**: هيءُ ڪوٽ سومرا گهراڻي جي تيرهين حاڪم چنيسر وڳهہ ڪوٽ جي ويجهو 'چنيسر ڪوٽ' نالي سان تعمير ڪرايو هو. سنڌ جي هن تخت ڌڻيءَ جو ليلا نالي عورت سان عشق هو ۽ سندس ئي نالي سان رومانوي داستان 'ليلان چنيسر' سنڌ اندر مقبول ۽ تاريخي حيثيت جو حامل آهي. هن ڪوٽ جي پر ۾ هڪ شهر بہ ٻڌايو ويو هو جيڪو 1224ھ ، 1809ع ڌاري زميني زلزلي جي نظر ٿي ويو. هن وقت هن شهر جا ڪنڊر موجود آهن، جتان سڪا ملندا رهن ٿا. چيو وڃي ٿو تہ چنيسر جي دور ۾ سندس گاديءَ جو هنڌ جيترو ٺيڪ ديبل هو پر هن چنيسر ڪوٽ نالي نئون شهر ٻڌائي اتي قلعو بہ ٺهرايو جيڪو سندس نالي جو يادگار هو

**چنيسري** (ديهہ): تعلقي ڪپري ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪيمچند ڪتري، حاجي خير محمد مري، محمد هاشم ٻلي، عبدالقادر مري، توفيق (ٻاگچند ڪتري)، الهہ بچايو پٽ دريا خان، غلام محمد ٻلي ۽ مهڪ خان مري.

**چَڻا** (Gram/ Cicerarietinum): چڻا مشهور اناج آهي. چڻا ڪٽڪ کانپوءِ ٻئي نمبر تي طاقتور کاڌو آهن. چڻن جي اٽي جي ماني بہ پچائي کاڌي ويندي آهي. چڻن جي دال بہ ٺهندي آهي. دال کي پيهين ان مان بيسڻ بہ تيار ڪبو آهي، جنهن مان ڪيترين غذائي شيون تيار ڪيون وينديون آهن. چڻن جو داڻو وڏو ٿيندو آهي.

چڻا پوکڻ لاءِ زمين کي ٻہ يا ٽي هر ڏئي، سانهر وغيره سان پترپچي، گندگاهہ ڪڍي پوک ڪبي آهي. چڻن جي پوکائيءَ وقت زمين نہ وڌيڪ ريج واري هئڻ گهرجي ۽ نہ ئي بلڪل خشڪ، نہ تہ ٻج جو ڦوٽهڙو گهٽ ٿيندو. چڻن جو ٻج ناڙيءَ يا ڇٽ رستي پوکبو آهي. سنڌ ۾ چڻن جا هيٺيان قسم پوکجن ٿا:

1. **ڏوڪري چڻا** (DG-89): چڻن جي جنس جو داڻو وڏو ۽ ناسي رنگ مائل آهي. هيءَ جنس تحقيقاتي مرڪز ڏوڪري ايجاد ڪئي آهي.
2. **ڏوڪري چڻا** (DG-92): هيءَ جنس هڪ نئين ڪابولي چڻي مان اپائي وئي آهي، جيڪا دالين جي تحقيقاتي مرڪز ڏوڪريءَ ايجاد ڪئي آهي. هن جنس جو داڻو وڏو ۽ اڇي رنگ مائل آهي.
3. **چولا**: هن جنس جو داڻو وڏو ۽ اڇي رنگ مائل هوندو آهي.
4. **سنياسي**: هن جنس جو داڻو هلڪي ناسي رنگ مائل هوندو آهي.
5. **سي 612**: هن جنس جو داڻو ڪاري ناسي رنگ مائل هوندو آهي.



چڻا پوکڻ جو صحيح وقت 15 آڪٽوبر کان 20 نومبر تائين آهي، پر چڻن جي جنس ڏوڪري چڻا (DG-89) ڊسمبر جي پهرئين هفتي تائين پوکي سگهجي ٿي. عام طرح اڇا چڻا، ڪارا چڻا، ڳاڙها چڻا، ڪابولي چڻا، چڻن جا خاص قسم آهن. طبي لحاظ کان چڻا ڪيترين ئي بيمارين لاءِ مفيد هوندا آهن. جيئن تہ چڻن کي پاڻيءَ ۾ ڪاڙهي حل ڪري ڪارائڻ سان جگر ۽ ٻرهيل جا سنڌا، تحليل ٿيندا آهن. چڻا دماغ، معدي ۽ سيني جي رطوبت کي خشڪ ڪن ٿا. نڙيءَ جي جوش کي لاهي، آواز کي صاف ڪري، معدي جي ڪيڙن کي مارين ٿا. سيني جي سور، سلهہ ۽ ڦٽن سڪائڻ لاءِ بہ مفيد آهن. چڻن مان ڪيترين دوائون بہ ٺاهيون وينديون آهن.

**چٽڙاٽ** (ديهہ): تعلقي دادوءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ حاجي رستم گرماڻي شامل آهي.

**چِٽوڻي**: چٽوڻي، هڪ قسم جي وڻ جو ٻج آهي، جيڪو چڻن جي داڻن کان ٿورو وڏو ٿئي ٿو هن جو رنگ ڳاڙهو ۽ اڇيرو ٿيندو آهي. سونارا تور ۾ چٽوڻي 'رتي' وزن جي برابر ڪم آڻيندا آهن. هن ٻج کي 'رتي' بہ چوندا آهن. چٽوڻي طبي لحاظ کان دل ۽ دماغ کي خوش ڪندڙ آهي. دماغ ۽ سيني جي رطوبت کي خشڪ ڪندڙ آهي. يرقان، ٻرهل، سنڌن جي سور ۽ سيني جي بيمارين لاءِ مفيد آهي. حڪيم هن کي ٻاري ۾ گڏي بہ استعمال ڪرائيندا آهن.

**چواين لاءِ:** چين جي مضبوط معيشت جو پايو وجهندڙ، چواين لاءِ، 5 مارچ 1898ع تي ڄائو. هي ننڪائي يونيورسٽيءَ (Nankai University) مان تعليم حاصل ڪرڻ دوران تائينجن اسٽوڊنٽس يونين جو آرگنائزر مقرر ٿيو ۽ شاگرد يونين جي اخبار 'تائينجن اسٽوڊنٽ' (Tainjin Student) جو ايڊيٽر به ٿيو. هن تنظيم جي باني ميمبرن ۾ ڊينگ ينگچائو (Deng Yingchao) نالي ڇوڪري به شامل هئي، جنهن سان اڳتي هن شادي ڪئي.



ڊسمبر 1931ع ۾ چواين لاءِ مائوزي تنگ جي جاءِ تي فرسٽ فرنٽ آرميءَ جو سيڪريٽري ٿيو ۽ بعد ۾ آرميءَ جو سياسي ڪمشنر مقرر ٿيو. چواين لاءِ 1949ع کان 1958ع تائين چين جو پرڏيهي وزير رهيو. مغرب سان امن وارا تعلقات قائم ڪيائين. 1954ع ۾ چواين لاءِ جنيوا ڪانفرنس ۾ چين جي نمائندگي ڪئي. چين ۾ ڪميونسٽ انقلاب آڻڻ ۾ چواين لاءِ جو تمام وڏو هٿ هو. چين ۽ پاڪستان سان مضبوط لاڳاپن جو بنياد هن ئي وڌو هو، جيڪو اڄ تائين قائم آهي. چواين لاءِ کي سياست ۾ وڏيڪ پذيرائي تڏهن ملي، جڏهن هن 'ٺي فورٽ موومينٽ' ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪيو. هن چين ۾ زرعي سڌارا آندا، صنعتي زون قائم ڪيو ماحوليات کان وٺي معاشيات تائين وڏو ڪم ڪيو. چواين لاءِ جي ڪوشش جي نتيجي ۾ آمريڪي صدر رچرڊ نڪسن (Richard Nickson) 1972ع ۾ چين جو دورو ڪرڻ دوران شنگهائي ٺاهه تي صحيحون ڪيون. چواين لاءِ سڄي زندگي چين جي واڌاري ۽ چيني ماڻهن جي ڀلائيءَ ۽ ترقيءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏي هئي.

هن 8 جنوري 1976ع تي ڪينسر جي مرض سبب وفات ڪئي.

**چوب چيني:** چوب چيني هڪ قسم جو پسارڪو وکر آهي. هي اصل ۾ گاهه جي پاڙ آهي، جنهن جو رنگ گلابي، ذائقو ڪڙو ۽ تکو ٿيندو آهي. چوب چينيءَ جي پاڙ جا ٽڪرا ننڍا ۽ اڇي رنگ جا ٿيندا آهن، جن کي ڀڃڻ سان اندران گلابي رنگ ظاهر ٿيندو آهي. هن وکر جا ٻه ٽي قسم آهن. طبي لحاظ کان دل ۽ دماغ کي خوش ڪندڙ آهي. معدي ۽ جگر کي قوت ڏئي ٿو. پيشاب جاري ڪري، ماليخوليا، خفقان، سنڌن جي سور، عرق النساءِ، ٻرهل، جلندر، مٿي جي سور، دماغ، سيني، ڦڦڙن جي رطوبت کي خشڪ ڪرڻ ۾ ۽ اکين جي بيمارين ۾ مفيد آهي. چوب چينيءَ کي عربيءَ ۾ 'خشب الصيني' ۽ فارسيءَ ۾ 'بيخ چيني' سڏيندا آهن.

**چوتالو** (تال): هي چوڏهن ماترائن جو تال آهي. ڀريان پنج تال ٻن ٻن ماترائن جا ٿيندا آهن ۽ آخري ڇهون تال چئن ماترائن جو ٿيندو آهي. هن تال ۾ ٽين، ستين ۽ ٻارهين ماترا تي تال ايندو آهي. پنجين ۽ نائين ماترا خالي هوندي آهي. هي تال وڄت ۾ ڪلاسيڪي نموني گهٽ وڄائبو آهي. ڀريون ٺيڪو ڌي ڌي، ڌا ترڪ، تونا، ڪت تا، ڌي ڌي، نا ڌي ڌي نا ۽ ٻيو ٺيڪو ڌا اک، ڌا ڌا ڏين تا، دت تگ، نگ ڌر، ڪت تڪ گد گن اٽس.

**چوٿ:** هندو وڪرمي ڪئلينڊر جي هر مهيني جي چوٿين تاريخ کي 'چوٿ' چئبو آهي. هر مهيني اها تاريخ ٻه ڀيرا ايندي آهي: هڪ اونداهي چوٿ ۽ ٻي سهائي چوٿ. وڪرمي سنبت جي ٻڌي مهيني (آگسٽ- سيپٽمبر) جي چوٿ کي 'گڻيش چوٿ' چوندا آهن. ان کان سواءِ هن تٿ کي 'ڪڙوا چوٿ' ۽ 'شڪلا چوٿ' طور پوريءَ دنيا ۾ هندو برادري ملهائيندي آهي. هندن ۾ عقيدو آهي تہ چوٿ تٿ تي شِوَ پنهنجي پُٽ گڻيش کي سڀني ديوتائن کان اعليٰ هئڻ جو درجو ڏنو هو ان ڪري، هن ڏينهن تي مرد توڙي عورتون ورت رکي، گڻيش جي پوڄا ڪندا آهن (وڌيڪ ڏسندا: گڻيش چوٿ، ايندڙ جلد).

**چُوٽ:** چُوٽ سوناري يا وينجهرن جي ڪم جو هڪ اوزار آهي. اصل ۾ هيءَ هڪ ننڍڙو چمٽو آهي. جيڪو سون يا جواهرات جا ذرا کڻڻ جي ڪم ايندو آهي.

**چوٽ جو چنڊ** (ناول): هي، سنڌي ٻوليءَ جي ناليواري اديب، افسانہ نگار ۽ ناول نگار لعل چند امرڏنومل جڳتياڻيءَ جو مشهور ناول آهي، جيڪو 1905ع کان 'سرسوتي' رسالي ۾ سلسليوار قسطن ۾ ڇپيو ۽ 1909ع ۾ ڪتابي صورت ۾ ڏار ڇپيو هن ناول ۾ ٻن ڪردارن موتي ۽ هيري جي روزمره جي زندگيءَ جي عڪاسي ڪئي وئي آهي. هن ڪتاب جو ٻيون حصو 1947ع ۾ ڀارت جيون ساهتيہ منڊل حيدرآباد ۾ ڇپيو.

**چوٿين مارچ جو واقعو:** چار مارچ 1967ع، سنڌي شاگردن جي سياسي جدوجهد، جرئت ۽ عمل جو هڪ يادگار ڏينهن آهي، جڏهن راجپوتانا اسپتال حيدرآباد واري هنڌ تي سنڌي شاگردن جي جلوس تي پوليس لٺبازي ڪري سوين شاگرد زخمي ڪيا هئا. هن واقعي جو هڪ وسيع پسمنظر آهي. ونيونٽ دؤر ۾ مرڪز پاران ٿيندڙ مسلسل زيادتين خلاف سنڌي ماڻهن اندر هڪ سياسي ۽ قومي سوچ اُڀري رهي هئي. ان ڪري هن واقعي کي ايوبي آمريت خلاف عوامي اُڀار ۽ مزاحمت جي علامت ۽ سنڌ جي حقن واري سياست جي سلسلي ۾ مُک موڙ (Turning Point) سمجهيو وڃي ٿو.

ننڍي کنڊ جي مسلم ٽورائيءَ وارن علائقن جي ماڻهن جي سنڌ ڏانهن لڏپلاڻ، لياقت علي خان جي حامين پاران ڪراچي، جيڪب آباد ۽ نوابشاهه ۾ ٿيل فرقيوار فسادن، 3 مئي 1948ع تي دستور ساز اسيمبليءَ جي ٺهراءُ ذريعي ڪراچيءَ کي سنڌ کان کسي پاڪستان جي گاديءَ جو هنڌ بنائڻ، قومپرست سياستدانن جي. ايم. سيد، خان عبدالغفار خان کي نظربند ڪرڻ، پروڊا ۽ ايبڊو ائڪٽ هيٺ سياستدانن کي نااهل قرار ڏيڻ، بنگال ۾ ٻوليءَ جو مسئلو اُٿڻ ۽ ڍاڪا يونيورسٽيءَ جي شاگردن جو 22 فبروري 1952ع تي عام ڪوس ٿيڻ، بنگالين ۽ ننڍن صوبن جي سگهه کي ونيونٽ ذريعي چٿڻ، عظيم تاريخي پسمنظر رکندڙ صوبن کي ختم ڪرڻ ۽ خاص طرح سان ونيونٽ کان پوءِ 1960ع واري ڏهاڪي دوران ايوبي آمريت ۾ ٿيل زيادتين ۽ محرومين جو احساس، سنڌ ۾ شدت سان محسوس ڪيو ويو. سنڌ سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي استحصال جو شڪار ٿي وئي. سنڌي تعليم کي پرائمريءَ تائين محدود ڪرڻ لاءِ نام نهاد شريف ڪميشن جون پاليسيون مڙهڻ ۽ جنرل ايوب جي مارشل لا دوران سنڌ جي سياست، سياسي حقن ۽ اظهار جي آزاديءَ کي سلب ڪرڻ خلاف، جتي سنڌ جا اديب ۽ شاعر ثقافتي محاذ تي مزاحمت ڪري رهيا هئا، اُتي سنڌ جا قومي سياستدان مختلف محاذن تان جدوجهد ۾ مصروف هئا. نتيجي طور جي. ايم. سيد، حيدربخش جتوئي، شيخ اياز، قاضي فيض محمد، ڪامريڊ غلام محمد لغاري، محمد عثمان ڏيپلائي ۽ ٻين وطن دوست ماڻهن کي مختلف جيلن ۾ بند ڪيو ويو. ڪتابن تي پابنديون لڳائڻ سميت ڇاپخانا ضبط ڪيا ويا، سنڌي فائنل امتحان کي ختم ڪيو ويو.

سنڌي ٻولي ڳالهائڻ ۽ سنڌ لفظ لکڻ تي پابندي لڳائي. سنڌ کي سابق سنڌ لکڻ ۽ پڙهڻ جا سرڪاري حڪمناما ڪڍيا ويا. 4 مارچ جي واقعي پليان اهو ڏکو سياسي پسمنظر هو. حيدرآباد ۾ راجپوتانه اسپتال لڳ 4 مارچ واري ٿيل واقعي ۽ هن تحريڪ جا ٻيا به ڪجهه محرڪ هئا: ان وقت سڄي ملڪ وانگر سنڌ ۾ سياسي بيچيني انتها تي پهتل هئي. سنڌ يونيورسٽيءَ جي تعليم دوست وائيس چانسلر حسن علي عبدالرحمان کي هٽائڻ واري سازش جو ذميوار شاگردن، ڪمشنر مسرور حسن کي ڄاتو ٿي، ان ڪري هن ڏينهن تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي شاگردن کي جلوس ڪڍي حيدرآباد ۾ هڪ مظاهري ۾ شريڪ ٿيڻو هو. ان مظاهري لاءِ شاگرد ۽ اديب جڏهن ڄامشوري جي پُل اُڪري، حيدرآباد ڏانهن وڌيا ته پوليس پهرين کين ڄامشوري پُل تي روڪيو ۽ پوءِ کين راجپوتانه اسپتال لڳ رستي تي روڪي، پاٽيءَ جي دٻڻ واري ميدان تي مٿن وحشياڻو تشدد ۽ سخت لٺبازي ڪئي. هيءَ وحشياڻي ڪارروائي، ڊويزنل ڪمشنر مسرور حسن جي چوڻ تي ٿي هئي جيڪو انڊين سروس جي ڪاموراشاهيءَ جو پليل مغرور انسان هو هن جهڙن ڪامورن جي، ورهاڱي (1947ع) کان پوءِ سڄي ملڪ ۾ هيگهي متل هئي. هن واقعي ۾ 307 شاگرد گرفتار ٿيا ۽ ڪيترن جا مٿا ڦاٽا.

گرفتار ٿيل شاگردن ۾ ان وقت جا مشهور شاگرد اڳواڻ: يوسف لغاري، عبدالرحيم سمون، مسعود نوراني، يوسف ٽالپر، مجيب پيرزادو، مسعود پيرزادو، اشفاق ميمڻ، لياقت جتوئي، منور ميمڻ، مظفر حسين شيخ، آغا زاهد، رفيق صفي، شريف ميمڻ، آفتاب اسراڻ، ڄام ساقي ۽ ٻيا شامل هئا. گرفتار شاگردن تي ڪورٽ ۾ ڪيس هلايو ويو. جنهن ۾ شاگردن پاران رسول بخش پليجو، حفيظ قريشي (سينيئر) ۽ محمد ميمڻ وڪيل هئا. 4 مارچ جو ڏهاڙو جتي سنڌ اندر قومپرست تحريڪ جو بنياد ثابت ٿيو اتي هن واقعي شاگردن ۾ قومي جاڳرتا جو روح به ڦوڪيو.

4 مارچ سنڌ جي سياسي جدوجهد جو آغاز ۽ شاگردن جي جدوجهد ۽ جرئت جي اظهار جو ڏينهن آهي، جنهن سنڌي ماڻهن کي اجتماعي اتساهه بخشيو ۽ اڳتي هلي سنڌ ۾ منظم قومي پارٽين جنم ورتو هن وقت به قومپرست سياست سان واڳيل اڪثر جماعتون، هن قوميءَ ڏهاڙي کي پابنديءَ سان ملهائينديون رهن ٿيون.

**چوٿين مارچ** (ڪتاب): هي ڪتاب، چوٿين مارچ 1967ع جي سورمي، يوسف لغاري (ائڊوڪيٽ) جي 'چار مارچ واقعي' بابت ماهوار سهڻي، حيدرآباد ۾ ڇپيل (مارچ 1983ع ۾ لکيل) تفصيلي مضمون ۽ سندس پنجن انٽريوئن تي مشتمل آهي. پهريون انٽريو سنڌي پبليڪيشن جي ڪتاب نمبر3 ۾ ڇپيو هو جيڪو اعجاز سنڌيءَ ۽ خان محمد پنهور ورتو هو ٻيو انٽرويو 'اڳتي قدم پبليڪيشن' جي ڪتاب نمبر 1، مارچ 1973ع ۾ ڇپيو هو جيڪو مدد علي سنڌيءَ ورتو هو ٽيون انٽرويو به اڳتي قدم پبليڪيشن جي ڪتاب-2 (نومبر ڊسمبر 1974ع) ۾ ڇپيو هو جيڪو ضمير لاڙڪ ورتو هو. يوسف لغاريءَ جو چوٿون انٽرويو، شعور




پبليڪيشن جي شماري چوٿين ۾ شايع ٿيو هو ۽ پنجون انٽرويو عبرت ميگزين ۾ ڇپيو هو. يوسف لغاريءَ جي هنن انٽرويوئن ۾ چوٿين مارچ واقعي جو پسمنظر ۽ اُن وقت جي سياسي صورتحال جو بيباڪ جائزو موجود آهي. يوسف لغاريءَ جو مضمون ۽ هي پنج انٽرويو بلال سنڌيءَ ترتيب ڏئي، جاڳرتا پبليڪيشن پاران مارچ 1990ع ۾ ڪتابي صورت ۾ ڇپايا آهن.

ڪرائون سائيز جي 194 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 25 روپيا آهي.

**چوڻاٽي سپڙ**: سپڙ چوڻاٽي وڏو سخي، عادل، بهادر ۽ رعيت جو هڏ ڏوکي ڏاتار ٿي گذريو آهي. سندس پيءُ جو نالو رونجهو هو هن جو حسب نسب ڄام لاکي سان ملي ٿو رونجهو ذات جو سمو هو. جنهن جو اولاد 'رونجها' سڏيا ويا. رونجهن، گجرن سان وڙهي لسٻيلي جي حاڪميت حاصل ڪئي هئي. سندن چوويهن ڄڻن سنڌ ۽ بلوچستان تي ٽي سؤ سال ڪن حڪومت ڪئي هئي. جنهن دؤر ۾ ڄام انڙ ڏيرڪ پرڳڻي تي حڪومت ڪري رهيو هو ان وقت ڪڇ جي ٻيلي، ڪڙين چوڻاٽي ۽ سنڌ جي ڪجهه وارياسي ۽ پٽن واري علائقي تي ڄام سپڙ حڪمران هو. جنهن کي شاهه لطيف 'ٻيلي ڏٽي'، 'پٽ ڏٽي' ۽ 'چوڻاٽي' به سڏيو آهي. سندن سخاوت ايتري ته مشهور هئي جو رعيت کيس 'ڏاتار' سڏيندي هئي.

شاهه صاحب سپڙ کي سورمن جي صف ۾ شامل ڪندي فرمايو آهي:

وهين سڪا سانگ، چوڻاٽي چُوٽ پري،
ڏيو ڏان ڏڏن ڪي، سپڙ سخي ڏي،
اِن راهه مٿي رونجهي، ماڻڪ اڇليا مينهن جيئن.

ڄام سپڙ جي دؤر ۾ واهه ڍنڍون ۽ ڍورا چوٽ تي وهندا هئا. هر طرف ساوڪ هوندي هئي ۽ مالوند ماڻهو خوشحال هوندا هئا. ملڪ ۾ امن و امان هوندو هو. وٽانئنس ڪو به سوالي خالي نه ويندو هو. غريبن ۽ محتاجن جي گهرويلي مدد ڪندو هو. تنهنڪري شاهه سائينءَ فرمايو:

چارڻ چڱو پنڌ گهڻو، ڪي چوڻاٽيءَ چئيج،
هت ڪي هلائيج، اُتي آءُ نه پُڄڻو!

ڪي اهڙا به غريب ۽ محتاج گهُرجائو هوندا هئا، جيڪي هلڻ کان لاچار هئڻ ڪري نياپو موڪليندا هئا ۽ سپڙ اُن جا گهوڙا پري سندن گهر موڪلي ڏيندو هو هو وڏو پارکو هو. ملاقاتين ۽ سوالين کي ڏسندي سمجهي ويندو هو ته هي شخص ڪهڙي ڪم لاءِ آيو آهي. ان ڪري، پهرين ان جي ضرورت پوري ڪندو هو، پوءِ ڪچهري ڪندو هو هو شاهه سائين جو سورمو راڳ ۽ ساز جو پارکو ۽ شوقين هو. جنهن ڪري ڪيترا مڱڻا اسر مهل سندس در تي وڃي 'وهاڳ' ڏيندا هئا. ان ڪري کين جهجهو مال ملندو هو:

اُڀربو تارو، اٿي وَرَا وِهاڳ ڏي،
سپڙ ريسارو، ڇت پرکي چارڻين!

(شاهه: قاسمي، 592، سر پرڀاتي)

**چوٽل**: تعلقي ننگرپارڪر ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

دري جو تڙ، روهيلو، پاڙو دودو درس، ڪاروڙو چانديا، ڪاروڙو دل، واگهو ٻجير، دلشاد رند، مانسنگهه جي ويري، ڇٽي جو تڙ، پٽو سنگراسي جي ڊاٽي، گرڏاري جي ڊاٽي ۽ سورنيڙو.

**چوڙوڪو:** هي ماڳ "50 '12 °69 اوڀر، "05 '35 °27 اتر ڊگرين تي ڳوٺ چوڙوڪو تعلقي روهڙي، ضلعي سکر جي هڪ واريءَ پٽ تي آهي، جنهن جي ماپ اوڀر- اولهه ڊيگهه 333 ميٽر ۽ اتر- ڏکڻ ويڪر 200 ميٽر آهي. هي ماڳ ڳوٺ واس کان ٻه ڪلوميٽر اتر اوڀر طرف، ڳوٺ لنبرو جي ڏکڻ- اولهه ۾ ڏيڍ ڪلوميٽر ۽ روهڙيءَ کان ڏکڻ- اوڀر 41 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهي. هتان مليل وٿن ۾ پٿر جون ڪورون ۽ ٺڪرائو مليو آهي. جيڪو سنڌو تهذيب جي ڳاڙهي ٺڪر تي ڪاري ليڪي واري سجاوٽ رکي ٿو ٺڪرائي ۾: ڪنا، چلمون، پاٽوڙا، چاڏيون وغيره ملن ٿيون. ڪن ٺڪرن تي ڪارو پٽو ۽ گهاٽيون ڪاريون لڪيرون به آهن. هي ماڳ پٿرواري دور کان سنڌو تهذيب تائين جي وٿن سان ڀريل آهي.

**چوٽياريون:** ضلعي ۽ تعلقي سانگهڙ جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

چوٽياريون، جوڳيون پٽ، وزير شاهه، علي اڪبر شاهه، جاني جوڻيجو ڳوٺ جاند علي شاهه، بنده علي شاهه، دين محمد راڄڙ ۽ مير محمد علي جوڻيجو

ڳوٺ چوٽياريون، تعلقي ۽ ضلعي سانگهڙ جي ديهه چوٽياريون ۾ آهي. هن ڳوٺ ۾ 19 صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري هڪ عظيم الشان درسگاهه هئي، جنهن ۾ مصلح المفتاح (دائري وارن جي سنڌي) ۽ ٻيو نصاب پڙهايو ويندو هو ان کان پوءِ فارسي ۽ آخر ۾ عربي پڙهائي ويندي هئي. مشهور بزرگ سيد محمد عثمان شاهه سنڌ جي هن درسگاهه جو فارغ التحصيل هو هيءَ درسگاهه انگريزن جي اوائلي دور ۾ اوج تي هئي.

**چوٽياريون ڊئم:** چوٽياريون ڊئم، تعلقي ۽ ضلعي سانگهڙ ۾ آبپاشيءَ جي لحاظ کان نارا ڪئنال وانگر وڏي اهميت جو حاصل آهي. سانگهڙ ۾ جُون ۽ جولاءِ جي گرمي پد 40°C يا ڪن حالتن ۾ اجا به مٿي وڃي ٿو جڏهن ته هتي سراسري برسات 40 ملي ميٽرن کان 125 ملي ميٽرن تائين پوي ٿي. چوٽياريون بند سانگهڙ شهر کان اوڀر طرف 35 ميل ڪن پري جمڙائو هيڊ کان به 30 ڪلوميٽر پري، سامونڊي سطح کان 60 ميٽر اوچو هترادو پاڻي گڏ ڪرڻ جو بند آهي. جمڙائو هيڊ بابت چيو وڃي ٿو ته اهو هاڪڙي/ سرسوتيءَ جو پيٽ هو ۽ 70 عيسويءَ ۾ ڪن قدرتي سببن جي ڪري سُڪي ويو



هن بند جي اوڀر ۾ اڄڙي ٿر جون واريءَ سيون ٽڪريون آهن. جڏهن ته اولهه ۽ ڏکڻ ۾ نارا ڪئنال وهي ٿو هن بند جي چوڌاري مليل پاڻيءَ جون ڪيتريون ئي ڍنڍيون جهڙوڪ: گن ڍنڍ، واري ڍنڍ، ججهور ڍنڍ، قليلي ڍنڍ، سرميائو نارو، ڪوڙ وغيره مشهور آهن. بند جو ترو ڪچي مٽيءَ تي مشتمل آهي. هي بند 2003ع ۾ نارا ڪئنال جي کاٻي ڪناري تي تعمير ڪيو ويو هو 58 ڪلوميٽرن جي هن ڊئم جو اتر وارو بند 19 ڪلوميٽر اولهه وارو بند 14 ڪلوميٽر ڏکڻ وارو بند 16 ڪلوميٽر ۽ ڏکڻ اوڀر وارو بند 9 ڪلوميٽرن تي مشتمل آهي. هن بند کي رانتو ڪئنال ذريعي پاڻيءَ سان ڀريو وڃي ٿو جڏهن ته عمرڪوٽ، ميرپورخاص، ڪپري ۽ ٽنڊي مٺا خان جي زمينن کي آباديءَ لاءِ هن مان پاڻي ڏنو وڃي ٿو انهن زمينن کي نارا ڪئنال مان به پاڻي ملي ٿو نارا ڪئنال ۽ چوٽياريون بند جي سر مان ڪوڙ ساريون سمون ۽ ڍنڍيون ٺهي پيون آهن، جن هتان جي ماحول تي خوشگوار اثر وڌو آهي، جنهنڪري جهنگلي جيوت جي واڌ ويجهه تي وڏو اثر پيو آهي. هتان ملندڙ جهنگلي جيوت جون 203 جنسون ملن ٿيون. جن مان: 32 جنسون ٿڻائتا جانور، 136 جنسون ريڙهيون پائيندڙ جانور ۽ 3 جنسون جيت جڻا آهن. هي بند 58 ڪلوميٽرن ۾ پکڙيل آهي.

چوٽياريون بند ۾ 0.9 MAF پاڻي جمع ڪرڻ جي گنجائش آهي. ٽٽڻ جي صورت ۾ هن بند ۾ جمع پاڻي ڀر وارن 46 ڳوٺن کي ٻوڙي سگهي ٿو جڏهن ته هڪ ميل اندر ٻوڙ آڻي سگهي ٿو هن بند ٻڌجڻ کان پوءِ اٽڪل 45,000 ايڪڙ غير آباد زمين آباد ٿي سگهي ٿي. هن بند کي ٺاهڻ تي هڪ بلين (100 ملين آمريڪي ڊالر) خرچ ٿيو آهي. هن پراجيڪٽ ۾ آئي. ڊي. اي (I.D.A)، اي. ڊي. بي (A.D.B)، اي. ڊي. او (A.D.O) سوس ڊيولپمينٽ ڪارپوريشن، او. پي. اي. سي (O.P.E.C) سعودي فنڊ فار ڊيولپمينٽ، اسلامڪ ڊيولپمينٽ بئنڪ (I.D.B) ۽ سي. آءِ. ڊي. اي (C.I.D.A) جهڙن ادارن مالي سهڪار ڪيو آهي.

**چوٽيءَ ڦُل:** چوٽيءَ ڦُل، هڪ قسم جو ڳهه آهي، جيڪو چانديءَ جي ميناڪاري تي جڙيل هوندو آهي. چوٽي ڦل مٿي ۾ انهيءَ هنڌ هڻبا آهن. جتان چُوٽيون (ڳتيون) شروع ٿينديون آهن. سَرنديءَ وارا سون مان چوٽيءَ ڦل جوڙائيندا آهن، پر اڪثر ماڻهو هي زيور چانديءَ مان ٺهرائيندا آهن.

**چوٽيون:** چوٽيون يا چوٽي، سنڌي عورت جي سونهن ۽ سجاوٽ جي نشاني آهي. هنن کي سڳيون به چئبو آهي. سهاڳڻ عورت کي ڳاڙهي سُٽ، پٽ يا پشم سان ٺهيل چوٽي پارائي ويندي آهي، جنهن ۾ هيٺ ڳانا ۽ گُل، سون، چاندي، موتين، ريشم، پشم ۽ ڪشميري جا ٿيندا آهن. ڪنواريون ڇوڪريون ڪاري سادي چوٽي پائينديون آهن. شادي شده عورتون ٽوڻن ۽ جهالرن واريون چوٽيون پائينديون آهن. وارن جي چوٽي به ڳُنڌبي آهي، جنهن کي 'چوٽا' به چيو ويندو آهي.

**چوٽيهون در (ڪهاڻيون):** سنڌي زبان جي مقبول ڪهاڻيڪار نسيم احمد کرل جي ڪهاڻين جو مجموعو 'چوٽيهون در' ورسٽي سنڌي پبليڪيشن ڪراچيءَ، جون 1980ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو هن ڪهاڻي- ڪتاب ۾ نسيم کرل جون 11 ڪهاڻيون: مڪسڊ گرل، ٻهرين منزل، مجاور، آٽت، ڪرنٽ، اٽالو پُڊنگ، السلام عليڪم، دارالفلاح، پارٽنر چوٽيهون در ۽ ٻهريون ٻهر شامل آهن. هي سموريون ڪهاڻيون نسيم کرل جي سماجي شعور جو آئينو آهن. هن هڪ ئي



وقت سنڌ جي ٻهراڙين ۽ شهري زندگيءَ تي ڪامياب ڪهاڻيون لکيون آهن ۽ سماج جي اوڻاين جي منهن تان پردو هٽايو آهي. هن مجموعي جون سڀ ڪهاڻيون شاهڪار آهن، پر ’چوٽيهون در‘ ڪهاڻي اهڙي حقيقت آهي، جيڪا نسيم کرل جي زندگيءَ کان وٺي اڄ تائين دهرائبي اچي ٿي.

ڪرائون سائيز جي 156 صفحن تي مشتمل هن ڪهاڻي ڪتاب جي قيمت 15 روپيا آهي.

**چَوپڙ/ چؤپڙ** (راند): هيءَ ليڪن واري راند ۾ شامل آهي، پر هن جا ليڪا ڪنهن ڪپڙي تي سُٽ يا پَٽ سان پرت پريل هوندا آهن. هن جو ڪپڙو چؤڪنڊو ٿئي. هيءَ راند ٻه ڄڻا مخالف ٿي يا چار ڄڻا، ٻه ٻه همراهه ٿي کيڏندا آهن. ڏڪ هڻڻ لاءِ ست سچليون ڪوڏيون ڪم آڻيندا آهن. ڪي ته ڏارن سان ٻه راند ڪندا آهن. چوپڙ جي هر هڪ پلاند تي چويهه خانا ٿين ٿا، اهڙيءَ ريت



جملي پلاندن وارا ڇهانوي خانا ٿين ۽ ستانويئون وچ وارو خانو يا ’ٻَري‘ هوندو آهي، جنهن ۾ ساريون اچي رَچنديون آهن يا ٻريءَ ۾ وڃي رکبيون آهن. هر هڪ پلاند تي ڪَني کان پنجين ۽ چوٿيءَ کان ٽين خاني کي منڊيڙو ڪري چيلهو بنائيندا آهن. اهڙو هڪ منڊيڙو وچين خاني جي پٽي ۾ به ڪيبو آهي، جو ساريءَ جي مارجڻ کان بچاءَ لاءِ ڪم ڪو نه اچي، پر سونهن لاءِ پرت پري ڇڏيندا آهن. هر هڪ کيڏاري ٻاهرين چيلن تي ڪوڏيون رکندو، جي ٻه ڄڻا هوندا ته اَٺَ اَٺَ ڪوڏيون ورچي ڪٽندا. چوپڙ جا ڳوٽ جنديءَ چڙهيل ڪارا، پيلا، ساوا، ڳاڙها ۽ واڱڻائي رنگن جا ٿيندا آهن. انهن اَٺن ڪوڏين/ سارين مان چئن ساڳئي رنگ وارين کي چون ’رنگ‘ ۽ ٻين چئن ٻئي رنگ وارين ڪوڏين کي چون: ’ٻَدُ‘. پهريائين رنگ واريون ساريون هلائي رَچائي، پوءِ ٻَدُ هلائين، پر چئن ڄڻن ۾ هرڪو پنهنجون پنهنجون ساريون هلائيندو آهي. هر هڪ رانديگر جي هر هڪ ساري داءُ پوڻ سان چيلي مان ٻاهر نڪري هلندي، داوَ هي آهن: ست ئي ڪوڏيون سنئين پيٽ پر پيون ته انهن کي ’چوڏهن‘ چون، جي ڇهه سنئيون پيٽ پر پيون ته ان کي ’پکي اَٺ‘ يا رڳو ’پکي‘ ڪوٺين، جي پنج ڪوڏيون پيٽ پر پون ته ان کي ’ڪچي‘ ڪوٺين. جي هڪ ڪوڏي سنئين پيٽ پر پوي ته ان کي ’يارهن‘ سڏين، پر جي ست ئي اونڌيون پليءَ پر پون ته ان کي ’ست‘ چون. ان لاءِ ڪي رانديگر ست خانا هلن ۽ ست ڪار ڪن. ڪي ’ست‘ کي رد ڪن، جي ست پوي ته اڳيان جيڪي داوَ پيا هوندا سي ٻه ڳڻا ۽ ٻيو ڇٽو وارو وٺندو. ’چوڏهن‘ لاءِ چوڏنهن خانا هلبا ۽ هڪ خانو رعايتي وڏيڪ يعني پئون پوڻ جو ’يارنهن‘ لاءِ يارنهن خانا هلبا ۽ هڪ خانو رعايتي وڏيڪ پئون پوڻ جو ’ڪچي اَٺ‘ لاءِ چويهه خانا هلبا ۽ هڪ خانو رعايتي وڏيڪ يعني پئون پوڻ جو ’پکي اَٺ‘ لاءِ ٽيهه خانا هلبا ۽ هڪ خانو رعايتي وڏيڪ يعني پئون پوڻ جو جي ٽي ڪوڏيون پيٽ پر پيون ته ٽي داڻا ڳڻبا، جي ٻه ڪوڏيون پيٽ پر پيون ته ٻه داڻا شمار ٿيندا، پر جي چار ڪوڏيون پيٽ پر پيون ته چار داڻا شمار ٿيندا. هڪ داڻي خاطر داءُ يعني پئون وجهڻو پوندو. جي ڳِٽپ چيلي ڪان سواءِ ڪنهن خاني تي پوري ٿي ۽ اتي ڪنهن مخالف جي ساري ويٺل آهي ته اها مُئي ۽ اها ساري اتان ڪٽي رانديگر پاڻ وٽ رکندو. ٻيو رانديگر داءُ وجهي ڇڏائيندو نه ته ٻاهر پئي هوندي. جيڪڏهن ڪنهن جون چار ساريون چئن ڄڻن ۾، ۽ ٻن ڄڻن ۾ چار ساريون رنگ جون مري ويون ۽ داءُ وجهي ڪا به ڇڏائي نه سگهيو ته ان کي ’چرخو‘ آيو چرخي ۾ چوڏهن لنڊ شمار ڪن، ۽ اُتي بيهي ڇيج هڻن ۽ چون:

’چوڏنهن لنڊي، کپهه پنڊي‘

هن راند ۾ ٽوڙهه ڪرڻ يعني مخالف جي ڪا به هڪ ڪوڏي مارڻ کان سواءِ ساري رَچائي نه سگهبي. جي اهڙو داءُ پيو جو ٽوڙهه نه ڪيل اٿس ته ساري رَچڻ واري خاني جي مهندان باقي هڪ خاني ۾ پيل آهي ته اها ساري ’ٻڏي‘، يعني نه رَچندي نه پوئتي هٽي سگهندي، پر جي ٽوڙهه ڪيل اٿس ته اها ساري اُبتي هلي سجو اُبتو ڦيرو ڪائي، پوءِ اچي رَچندي. ڪنهن به خاني ۾ ٻن همراهن جون ٻه ساريون يا هڪڙي ئي رانديگر جو ٻه ساريون يعني جوڙو گڏ ويٺل آهي ته اهو جوڙو مري ڪين سگهندو. رانديگر، خانو ڳٽي اڳتي هليو ويندو يا انهن سان گڏي ساري ويهاري ڇڏيندو. ٻن همراهن مان جي هڪڙو اڳواٽ رَچي ويو ته پنج وارا ڇڏي، ڇهين واري تي ڏڪ هڻي همراهه جون ساريون هلائي وڃي رَچائيندو. يعني ٻنهي جي ڏڪن تي ساريون پيون چرنديون. جي اول کان آخر تائين ڪنهن جو داءُ نه پيو ۽ ٻي ڌُر ساريون رَچائي ڇڏيون ته ان رانديگر کي ’ٻڏڙي‘ اچي ويئي. ’ٻڏڙيءَ جا ٻارنهن شمار ڪن.

**چوچڪ بيگم**: چوچڪ بيگم مرزا شاهه حسن بيگ ارغون جي ڌيءَ هئي. جڏهن 950هه مطابق 1573ع ۾ مرزا ڪامران هزاره کان سنڌ ۾ آيو، تڏهن مرزا شاهه حسن ’پاٽ‘ شهر ۾ سندس رهائش جو انتظام ڪيو. چوچڪ بيگم جو رشتو مرزا شاهه حسن سياسي جوڙ توڙ سبب پهرين ناصر مرزا کي آڇيو هو ۽ آخر ۾ ڪامران مرزا کي، همايون مرزا سان ويڙهائي، 953هه مطابق 1546ع ۾ ڪيس نڪاح وجهي ڏنائين. همايون مرزا جڏهن مرزا ڪامران تي فتح حاصل ڪري سندس اکيون ڪيرائي ڇڏيون، تڏهن ڪامران مرزا مڪي وڃڻ لاءِ ٻکر پهتو ان وقت شاهه حسن مرزا چوچڪ بيگم کي ڪامران مرزا کان الڳ ڪري پاڻ وٽ رکڻ جي ڪوشش ڪئي، پر چوچڪ بيگم پنهنجي مڙس کي ڇڏڻ کان بنهه نابري واري ڇڏي ۽ ٻيڙيءَ ۾ چڙهي مڙس وٽ ٻکر وڃڻ لاءِ تيار ٿي، سندس پيءُ شاهه حسن مرزا اچي چوچڪ بيگم کي گهڻو سمجهايو جنهن تي چوچڪ بيگم ڪيس وراڻيو ته ڪامران جڏهن اکين وارو هو تڏهن توهان پاڻ مون کي سندس حوالي ڪيو ۽ اڄ جڏهن هو اکين کان جڏو ٿي چڪو آهي ته هاڻي مون کي ڪانئس ڌار ٿا ڪريو. آءُ اهڙي قسم جي بدنامي پنهنجي سر تي نٿي کڻي سگهان. ان کان پوءِ چوچڪ بيگم وڃي ڪامران مرزا وٽ پهتي جتان هي ٻئي مڪي طرف روانا ٿيا ۽ اُتي ئي رهائش اختيار ڪيائون. ڪجهه سالن ڪانپوءِ سن 954هه مطابق 1556ع ۾ ڪامران مرزا وفات ڪري ويو جنهن کان ست مهينا پوءِ چوچڪ بيگم به وفات ڪئي، ٻنهي جون قبرون اتي آهن.

**چَوُدرو** (ديهه): ضلعي ٽنڊي محمد خان ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بچو مهاڻو جهنگ ڪا تيل، خليفو سودر سَليو ملوڪ سليو همڻ پور ۽ خليفو ڪارب.

**چوُدرو** (ڳوٺ): چوُدرو، ضلعي ٽنڊي محمد خان جو هڪ ڳوٺ آهي. هن ڳوٺ کي چوُدرو ان ڪري چوندا آهن، جو هتي ڳاجا واهه کي چئن درن واري موري آهي، ان ڪري اُن موريءَ جي چئن درن جي نسبت سان هي ڳوٺ چوُدرو سڏجي ٿو.

**چوُديرو** : تعلقي وارهه جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن:

چئو ديرو ميمڻ ڳوٺ عرف درويش محمد ٽنيو ليلا آباد، سنهاڻي ڳوٺ، تيوٽا ڳوٺ.

**چوڏا** (ديهه): تعلقي شهداد ڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

رحمت الله بروهي، امداد جمالي، غلام حيدر جروار، دوست محمد بروهي، قابل خان بروهي، دلدار بروهي، سهراب بروهي ۽ راجا بروهي.

**چوڌري**: چوڌري لقب به آهي ۽ بهاولپور جو هڪ قبيلو به آهي. هن قبيلي جا ڪل چار پاڙا مشهور آهن: جنجاڻي، حسبراڻي، همداڻي ۽ ڏاداڻي، جيڪي چون ٿا ته هُو اصل ۾ سلجوق آهن. هنن جو اصل ۾ پيشو هني بارو ڪرڻ آهي. چوڌري سنڌ ۾ پنجاب کان آيا آهن، ۽ پنجاب ۾ اڄ به وڌربال نالي سان جهلم واري علائقي ۾ رهن ٿا. هي تعلقيدار آهن ۽ زميندارن جا نمائندا ڪري ليکجن ٿا. تعلقيدار اتان جي زميندارن کان وڏيڪ حيثيت رکن ٿا، جو اُهي منظم آهن. چوڌري گهٽو ڪري پاڻ ۾ ڏي وٺ ذريعي شاديون ڪندا آهن، پر ٻاهران سڱ ڪو نه وٺن. هن قبيلي جي پويان گجرات (ڀارت) ۽ مهاراشٽر ۾ 'چوڌري' نالي ٻولي به ڳالهائي وڃي ٿي، جيڪا گجراتي لپيءَ ۾ لکبي آهي. هي ماڻهو پنهنجي ٻوليءَ کان سواءِ گجراتي ۽ هندي به ڳالهائيندا آهن.

پنجاب ۾ 'چوڌري' لقب سنڌي لفظ 'وڏيري' واري معنيٰ ۾ به استعمال ٿيندو آهي.

**چوڌري پرويز الاهي**: پنجاب جو اڳوڻو وزيراعليٰ، چوڌري پرويز الاهي، ڀيرين نومبر 1945ع تي گجرات ۾ ڄائو. سندس والد چوڌري منظور الاهي، ناميارين سياستدان ظهور الاهيءَ جو ڀاءُ هو. هي گهراڻو صنعتڪار هئڻ سان گڏ سياسي اثر رکندڙ به آهي. چوڌري پرويز الاهي، لاهور جي ڪرسچن ڪاليج فار مئن مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد لنڊن مان انڊسٽريل مئنيجمينٽ ۾ ڊپلوما ڪئي ۽ ڏيهه اچي خانداني ڪاروبار سنڀاليو جنهن ۾ ٽيڪسٽائيل، شگر ملون ۽ فلور ملون شامل آهن. هن 1983ع کان



سياست ۾ پير پاتو ۽ پهرين ضلعي ڪائونسل گجرات جو چئن سالن تائين چيئرمئن رهيو. 1985ع ۾ بنا مقابلي صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو ۽ پوءِ اٺ سال پنجاب جي لوڪل گورنمينٽ ۽ رورل ڊولپمينٽ کاتي جو صوبائي وزير رهيو 1993ع ۾ پنجاب اسيمبليءَ جو ڊپٽي اپوزيشن ليڊر رهيو. جڏهن ته 1997ع ۾ بنا مقابلي پنجاب اسيمبليءَ جو اسپيڪر منتخب ٿيو شروعات ۾ سندس سياسي وابستگي پاڪستان مسلم ليگ جي نواز شريف واري ڌڙي سان رهي. پوءِ اختلاف رکي 2002ع جي عام چونڊن ۾ سندن پارٽي پاڪستان مسلم ليگ (ق) اڪثريت سان کٽي آئي. ق ليگ جو صدر سندس سئوٽ چوڌري شجاعت هو چوڌري پرويز الاهي 2002ع کان 2007ع تائين پنجاب جو وزيراعليٰ رهيو هن پنهنجي وڏ وزارت جي دؤر ۾ 'Punjab Institute of Language, Art and Culture' (PILAAC) ادارو قائم ڪيو (ڏسو: **پنجاب انسٽيٽيوٽ آف لئنگئيج، آرٽ اينڊ ڪلچر (PILAAC)، جلد ٽيون**). 2008ع جي عام چونڊن ڪان پوءِ 'ق' ليگ ڀيرين اپوزيشن بئنچن تي ويٺل رهي، پر پوءِ پيپلز پارٽيءَ جي مفاهمتي سياسي فارمولي جو اپريل 2011ع کان حڪومت ۾ شامل ٿي، جنهن بعد چوڌري پرويز الاهيءَ کي وفاق ۾ سينيئر وزير صنعت ۽ دفاعي پيداوار جو قلمدان ڏنو ويو آهي.

**چوڌري خليق الزمان**: آل انڊيا مسلم ليگ جو اهم رهنما، چوڌري خليق الزمان، ضلعي مرزاپور جي ڳوٺ چنار ۾ 1889ع ڌاري جنم ورتو. هن جو تعلق اوڌ آباد جي هڪ زميندار خاندان سان هو. هن مئٽرڪ 1907ع ڌاري جوبلي اسڪول لکنؤ مان ۽ بي. اي، ايل. ايل بي جا امتحان ايم. اي. او ڪاليج عليگڙهه مان ڏنا. 1917ع ڌاري وڪالت شروع ڪئي ۽ آل انڊيا مسلم ليگ جو جوائنٽ سيڪريٽري ٿيو. 1921ع ۾ هن 'پرنس آف ويلس' جي لکنؤ ۾ اچڻ تي عوامي احتجاج ۾ حصو ورتو ۽ گرفتار به ٿيو. خليق الزمان ڪجهه عرصي تائين ڪانگريس سان به وابسته رهيو پر جلد ئي ان کي ڇڏي مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. ڀارت جو آئين ناهڻ لاءِ



هو مسلم ليگ ڪميٽيءَ جو ميمبر رهيو 1928ع ڌاري هن آل پارٽيز ڪنوينشن ڪلڪتي ۾ مسلم ليگ جي نمائندگي ڪئي. 1937ع ۾ هو آل انڊيا مسلم ليگ پارلياماني بورڊ جو ميمبر رهيو ۽ ساڳئي سال 1937ع واري (Uplegislative Assembly) جي چونڊن ۾ مسلم ليگ جو ميمبر بڻيو خليق الزمان آل انڊيا مسلم ليگ جي پاليسن ۽ پروگرامن جي ڀرپور حمايت ڪئي.

هن مسلم ليگ جي ستاويهين اجلاس ۾ جيڪو مارچ 1940ع تي لاهور ۾ ٿيو هو 'پاڪستان جو ٺهراءُ' پيش ڪيو 1943ع ڌاري هن کي آل انڊيا مسلم ليگ پارلياماني بورڊ جو صدر چونڊيو ويو. 47-1946ع ڌاري هو انڊيا جي قانون ساز اسيمبليءَ جو ميمبر مقرر ٿيو ساڳئي سال هن کي 'سبجيڪٽس ڪميٽي ليجسليٽو ڪنوينشن دهليءَ جو ميمبر به چونڊيو ويو 1947ع ۾ هو پاڪستان لڏي آيو ۽ 1948ع تائين مسلم ليگ جو اعليٰ عهديدار رهيو ۽ بعد ۾ 1950ع تائين ان جو صدر به رهيو. 1953ع کان 1954ع

تائين هو مشرقي پاڪستان جو گورنر ۽ 1954ع ۾ ڪيس فلپائن ۽ انڊونيشيا جو سفير ڪري موڪليو ويو. هن تحريڪ آزاديءَ تي يادگيرين جو ڪتاب 'Pathway to Pakistan' به لکيو. سندس وفات 1973ع ۾ ٿي.

**چوڌري، رحمت علي:** تحريڪ پاڪستان جو نامور اڳواڻ، الڳ وطن جو تصور ۽ ان جو نالو 'پاڪستان' تجويز ڪندڙ چوڌري رحمت علي ولد حاجي شاهه محمد 16 نومبر 1897ع تي ڳوٺ موهبر ضلعي هوشيارپور پنجاب ۾ ڄائو. مئٽرڪ انگلو سنسڪرت هاءِ اسڪول جالنڌر مان پاس ڪرڻ بعد اسلاميا ڪاليج لاهور ۾ علمي، نصابي ۽ غير نصابي سرگرمين سان لاڳاپيل رهيو. 1915ع کان 1918ع تائين تعليم حاصل ڪرڻ دوران ڪاليج جي مئگزين 'دي ڪرينٽ' جو ايڊيٽر رهيو. 'بزم تقرير' جو سيڪريٽري چونڊيو.



پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران ڪاليج جي رڪروٽنگ ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري هو ان ئي زماني ۾ 1915ع ۾ هن 'بزم شبلي' قائم ڪئي، جتان سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين. 'بزم شبلي' طالب علمن جي سماجي ۽ سياسي تنظيم هئي، جنهن وسيلي هندستان جي مسلمانن جي لاءِ الڳ وطن ناهڻ ۽ ان فڪر کي اُجاگر ڪيو ويو. لاهور ۾ تعليم سان گڏوگڏ 'پيسه اخبار' ۽ 'ڪشميري گزٽ' ۾ نوڪري به ڪندو هو ان اخبار ۾ هن 'مغرب کي اندهي تقليد' موضوع تي هڪ مضمون لکيو. جنهن تي انگريز حڪومت اخبار کان ضمانت طلب ڪئي، جنهنڪري هن کي نوڪري ڇڏڻي پئي. ان کانپوءِ هي ايچيسن ڪاليج ۾ اُستاد مقرر ٿيو بعد ۾ چوڌري رحمت علي اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ برطانيه ويو جتي ڪيمبرج يونيورسٽيءَ جي ڪمانوئل ڪاليج ۾ 1931ع ۾ قانون جي شعبي ۾ داخلا ورتائين، جتان جون 1932ع ۾ ڊگري ورتائين. آڪٽوبر 1940ع ۾ ايم اي ۽ جنوري 1942ع ۾ انرٽيمپول ان لنڊن مان بئريسٽر جي سند حاصل ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ پاڪستان جي قيام لاءِ ڪوشش جي سلسلي ۾ لنڊن ۾ ئي رهيو سندس گذر سفر لنڊن جي 'پيروي ڪائونسل' ۾ هندستان جي مسلمانن جي ڪيسن جي پيرويءَ مان ٿيندو هو تعليم حاصل ڪرڻ دوران سندس سياسي سرگرميون به جاري رهيون. 1933ع ۾ هن لنڊن ۾ 'پاڪستان نيشنل موومينٽ' قائم ڪئي. 28 فبروري 1933ع ۾ هن ڪيمبرج مان هڪ پمفليٽ جاري ڪيو جنهن ۾ 'پاڪستان جو مطلب' واضح طور بيان ڪيو ويو هن پمفليٽ جو موضوع 'Now or Never' (هاڻي يا ڪڏهن نه) هو ان پمفليٽ جي هڪ سرخي هئي ته: 'اسان کي زنده رهڻو آهي يا هميشه لاءِ نابود ٿي وڃڻو آهي.' هن پمفليٽ ۾ چوڌري رحمت عليءَ پنجاب، ڪشمير، سنڌ ۽ بلوچستان جي علائقن کي هڪ وفاق جي صورت ۾ ڏيڻ جي تجويز پيش ڪئي ۽ ان آزاد خودمختيار ملڪ جو نالو 'پاڪستان' تجويز ڪيو ويو هو ان کانپوءِ چوڌري رحمت عليءَ ٻيا به ڪيترا هينڊ بل، پمفلٽ ۽ کليل خط شايع ڪيا ۽ 'پاڪستان' نالي سان هڪ هفتيوار اخبار به جاري ڪيائين. جولاءِ 1935ع ۾ رحمت عليءَ ڪيمبرج مان ڇئن صفحن جو هڪ ٻيو پمفليٽ جاري ڪيو جنهن ۾ سوال اٿاريو ويو ته جڏهن گورنمينٽ آف برما ائڪٽ ذريعي برما کي هندستان کان الڳ ڪيو آهي ته پاڪستان کي هندستان ۾ شامل رکڻ تي ڇو زور ڀريو پيو وڃي. 1937ع ۾ هن بنگال ۽ آسام تي مشتمل آزاد مسلم مملڪت 'بانگ اسلامستان' جي تجويز پيش ڪئي. 8 مارچ 1940ع ۾ ڪراچيءَ ۾ پاڪستان نيشنل موومينٽ جي سپريم ڪائونسل ۾ تقرير ڪندي هن حيدرآباد دکن لاءِ 'عثمانستان' جي نالي سان آزاد اسلامي رياست جو خاڪو پيش ڪيو 15 مارچ 1943ع ۾ هن 'ملت ۽ ان جون اقليتون' جي موضوع سان هڪ بيان جاري ڪيو 1945ع ۾ 'انڊيا ڪونوٽينٽ موومنٽ' جو اعلان ڪيو 9 جون 1947ع تي جڏهن '3 جون پلان' منظور ڪرڻ جو فيصلو ٿيو ته هن 'عظيم غداري' جي عنوان سان هڪ بيان جاري ڪيو جنهن ۾ '3 جون پلان' کي رد ڪندي 'پاڪستان' جو مقصد کي واضح ڪيو ويو هو 5 آگسٽ 1947ع تي چوڌري رحمت عليءَ اقوام متحده جي سيڪريٽري جنرل جي نالي هڪ پيغام موڪليو جنهن ۾ هندستان ۾ هندن طرفان مسلمانن تي ٿيندڙ زيادتين ڏانهن ڌيان ڇڪايو ويو پاڪستان جي قيام کان پوءِ 1948ع ۾ چوڌري پاڪستان آيو ته هتي جون حالتون خراب ٿيڻ سبب واپس لنڊن هليو ويو قائداعظم جي وفات کان پوءِ آڪٽوبر 1950ع ۾ چوڌري رحمت عليءَ جو هڪ ساٿي چوڌري امجد خان ڪيمبرج مان ڪيس واپس پاڪستان وٺي آيو 12 فبروري 1951ع تي لاهور ۾ چوڌري رحمت جي آڌر ڀاءُ ڪرڻ جو تياريون پرپور نمونې سان جاري هيون ته سندس وفات جي خبر پئي ته هن جي 03 فيبروري 1951ع تي وفات ٿي وئي آهي ۽ ڪيس نيومارڪيٽ، ڪيمبرج قبرستان ۾ دفنايو ويو آهي.

چوڌري رحمت عليءَ جي ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

(1) Now or Never 1933,

(2) What does the Pakistan National Movement stand for?

(3) The Greatest Betrayal,

(4) Pakistan: The Fatherland of the Pak Nation (1947).

**چوڌري شجاعت حسين:** ناميارو سياستدان چوڌري شجاعت حسين 27 جنوري 1946ع ڏاري چوڌري ظهور الاهيءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. ڪرسچن ڪاليج فار مئن، لاهور مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد هن انگلنڊ مان انڊسٽريل مئنيجمينٽ ڪورس پاس ڪيو سندس والد چوڌري ظهور الاهي هڪ بااثر سياستدان ٿي گذريو آهي.



چوڌري شجاعت حسين سياست جو آغاز 1981ع کان ڪيو ٻهريون ٻيرو 1982ع کان 1987ع تائين قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. جنهن بعد مسلسل سياست ۾ سرگرم رهيو آهي. سندس سياست جو شروعاتي عرصو ميان نوازشريف سان گڏ رهيو 1986ع ۾ هو اطلاعات ۽ نشريات کاتي جو وفاقي وزير، 1987ع کان 1988ع تائين صنعت ۽ پيداوار جو وزير، 1990ع کان 1993ع تائين گهرو وزير رهيو ۽ 1997ع کان 1999ع تائين هن گهرو وزارت

سان گڏ نارڪوٽيڪس ڪنٽرول ڪاتي جو قلمدان به سنڀاليو ان عرصي دوران هو 1985ع کان 1986ع تائين قومي اسيمبليءَ ۾ پاڪستان مسلم ليگ جو پارلياماني ليڊر ۽ 1988ع کان 1990ع تائين اپوزيشن ليڊر به رهيو. 1997ع کان 1999ع تائين هو مسلم ليگ پنجاب جو صدر رهيو. آڪٽوبر 1999ع ۾ جڏهن نواز شريف جي حڪومت جو تختو اونڌو ٿيو ۽ جنرل (ر) پرويز مشرف ملڪ جي سربراهي سنڀالي ته ان عرصي دوران چوڌري شجاعت پنهنجي ويجهن ساٿين سان مشاورت بعد پاڪستان مسلم ليگ (قائداعظم) جو بنياد وڌو، جنهن جو پاڻ صدر منتخب ٿيو. جنرل پرويز مشرف هن پارٽيءَ جو حامي رهيو. 2002ع جي عام چونڊن ۾ ق ليگ اڪثريت سان کٽي آئي، جنهن بعد ظفر الله جماليءَ کي وزيراعظم منتخب ڪيو ويو. ٻن سالن بعد ظفر جماليءَ جي استعيفيٰ بعد چوڌري شجاعت پارليامينٽ مان وزيراعظم چونڊيو ويو. جنهن اڳتي هلي اڳوڻي وزير خزانه شوڪت عزيز کي ضمني چونڊن ۾ ڪامياب ڪرايو ۽ ق ليگ طرفان ان کي وزيراعظم مقرر ڪيو ويو. چوڌري شجاعت هن وقت به مسلم ليگ قائداعظم جو مکيه اڳواڻ آهي، جڏهن ته چوڌري پرويز الاهي، مشاهد حسين سيد، طارق عظيم ۽ ٻيا مرڪزي رهنما طور سندس ساٿي آهن. تازو مسلم ليگ (ق) مفاهمتي سياست تي عمل ڪندي، پيپلز پارٽيءَ سان حڪومتي اتحاد ۾ شامل ٿي آهي.

**چوڌري، فضل الاهي:** اڳوڻو صدر مملڪت فضل الاهي چوڌري، پهرين جنوري 1904ع تي مرالہ گوجران، تعلقي کاريان، ضلعي گجرات ۾ پيدا ٿيو هن عليگڙهه يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (معاشيات) ۽ ايل. ايل. بي جي ڊگري حاصل ڪئي. تعليم پوري ڪرڻ کانپوءِ هن گجرات ۾ وڪالت شروع ڪئي. 1945ع ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي پنجاب اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. پاڪستان جي قيام کانپوءِ پنجاب جو تعليم ۽ صحت جو وزير ٿيو. 1936ع ۾ اولهه پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو ۽ ان اسيمبليءَ جو اسپيڪر به رهيو. 1962ع ۽ 1965ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ 1965ع کان 1969ع تائين قومي اسيمبليءَ جو ڊپٽي اسپيڪر رهيو. 1970ع ۾ هو پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي ٽيون ڀيرو قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو ۽ پهرين قومي اسيمبليءَ جو اسپيڪر ۽ پوءِ صدر ٿيو ان عهدي تي هن 16 سيپٽمبر 1978ع تائين پنهنجا فرض سرانجام ڏنا.



چوڌري فضل الاهي پهرين جون 1982ع تي وفات ڪئي.

**چوڌري، محمد علي:** پاڪستان جو ماهرِ معاشيات چوڌري محمد علي، 1905ع جالنڌر، پنجاب ۾ پيدا ٿيو 1927ع ۾ پنجاب يونيورسٽي مان ايم.ايس.سي (ڪيميا) جي ڊگري حاصل ڪيائين. تعليم پوري ڪرڻ کانپوءِ اسلاميا ڪاليج لاهور ۾ ڪيمسٽريءَ جو پروفيسر ٿيو 1927ع ۾ انڊين آڊٽ اينڊ اڪائونٽس سروس ۾ داخل ٿيو 1932ع ۾ رياست بهاولپور جو اڪائونٽنٽ جنرل ٿيو 1936ع ۾ سر جيمز وزير خزانہ حڪومتِ هند جو پرائيويٽ سيڪريٽري مقرر ٿيو. 1938ع ۾ محڪمہ ماليات جو انڊر سيڪريٽري ۽ 1939ع ۾ ڊپٽي فنانشل ايڊوائيزر مقرر ٿيو هي پهريون هندستاني هو جنهن کي ’وار ۽ سپلاءِ‘ جو مالي صلاحڪار بڻايو ويو 1942ع ۾ جنگ دوران حڪومت هن کي وچ مشرق ۾ جنگ جي محاذ تي اماڻيو. 1945ع ڌاري انگلستان ۽ 1946ع ۾ آمريڪا جو سرڪاري دورو ڪيائين. جون 1947ع ۾ هندستان جي ورهاست جي ڪائونسل جو ميمبر منتخب ٿيو. آگسٽ 1947ع کان آڪٽوبر 1951ع تائين پاڪستان جو پهريون سيڪريٽري جنرل رهيو. آڪٽوبر 1951ع کان آگسٽ 1955ع خزاني جو وزير رهيو. 1952ع، 1953ع ۽ 1954ع ۾ دولت مشترڪ جي ماليات وارن وزيرن جي ڪانفرنس ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪيائين. 1952ع، 1953ع، ۽ 1954ع ۾ بين الاقوامي بئنڪ براءِ تعمير ۽ ترقيءَ جي سالياني اجلاس ۾ به شرڪت ڪيائين. چوڌري محمد علي آگسٽ 1955ع ۾ پاڪستان جو وزيراعظم مقرر ٿيو سيپٽمبر 1956ع ۾ استعيفا ڏنائين. هن جي دور جو نمايان واقعو 1956ع جي آئين جي منظوري آهي.



**چوڌري، نثار علي خان:** پاڪستان مسلم ليگ (ن) سان لاڳاپيل سياستدان، چوڌري نثار علي، راجپوت گهراڻي سان تعلق رکي ٿو. سندس جنم ڳوٺ چڪره، ضلعي فتح جنگ ۾ ٿيو. هن آرمي برن هال ڪاليج مان گريجوئيشن ڪئي. عملي سياست ۾ اسيءَ واري ڏهاڪي کان لاڳاپيل رهيو آهي. هو 1985ع، 1988ع، 1990ع، 1993ع، 1997ع، 2002ع ۽ 2008ع جي چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊبو رهيو آهي. 1990ع کان 1993ع تائين نوازشريف حڪومت ۾ هو پيٽروليم ۽ قدرتي وسيلن جو وفاقي وزير رهيو؛ 1997ع کان 1999ع تائين واري نواز حڪومت ۾ به ڪيس ساڳيو ئي قلمدان مليل هو. 2008ع جي عام چونڊن ۾ اين. اي 53 (راولپنڊي- IV) تان ڪامياب ٿيو. شروعات ۾ جڏهن نوازليگ جي پيپلز پارٽيءَ سان مخلوط حڪومت هئي ته چوڌري نثار علي وفاق ۾ سينئر وزير طور اطلاعات، خوراڪ ۽ چوپائي مال کاتن جا قلمدان سنڀاليا، پر اڳتي هلي جڏهن نواز ليگ اختلاف رکندي، وفاقي ڪابينا مان الڳ ٿي ته چوڌري نثار علي خان کي ايوان ۾ اپوزيشن ليڊر طور چونڊيو ويو. هن وقت هو مخالف ڌر جي اڳواڻ طور ملڪي مسئلن تي حڪومت خلاف پنهنجو تنقيدي موقف پيش ڪندو رهي ٿو.



**چوڏس** (اخبار): هفتيوار آڪاٽين جي اخبار 1929ع ڌاري ڪراچيءَ مان سنسار سماچار پرنٽنگ پريس جو مالڪ آسودو مل اڏارام ماڪيجا ڪيندو هو. اخبار جي قيمت هڪ آنو هوندي هئي. هن اخبار ۾ شاعري، افسانا ۽ ٻيون مختصر خبرون شايع ٿينديون هيون. هن اخبار ۾ هندو ۽ مسلمان ليکڪ پنهنجون تخليقون ڇپائيندا هئا. اخبار جي مستقل ليکڪن ۾ ديپچند جسارام ڪتري، لڇيرام پٽاڻي، گورڌن شرما، درگداس شاهاڻي، کيمچند مهتاڻي، ڄڳت پاٽيا، حبيب الله ڀٽو، محمد يوسف مجرم قابل ذڪر هئا. چوڏس اخبار اڳتي هلي روزاني اخبار ۾ تبديل ٿي.

**چوڏس** (تٿ): وڪرمي سنبت جي هر مهيني جي چوڏهين تاريخ کي 'چوڏس' چوندا آهن. هن تٿ کي ٻين تٿن جي ڀيٽ ۾ وڌي اهميت حاصل آهي. هن تٿ تي سنڌ ۽ راجستان ۾ هندو ديوين جي پوڄا ڪندا آهن. بدي مهيني (آگسٽ- سيپٽمبر) جي چوڏس تي سنڌ جي ٿرپارڪر واري پاڳي ۾ هريار (نزد ڇيلهار)، ڇَڇَي، ٻاراڄ، منيءَ، ننگرپارڪر، ڇُوڙيي ۽ ڪاروڙي سميت مختلف ڳوٺن ۽ شهرن ۾ وڏا ميلا لڳندا آهن ۽ ڪيترا ياتري پاوَ چاڙهي، باسون باسيندا آهن. سڀ کان وڏو ميلو هريار (ڇيلهار) ۾ لڳي ٿو.

**چوڏول**: چئن پينگهن سان هيٺ مٿي ڦرندڙ پينگهه کي چوڏول/ چوڏيل چئبو آهي. اهڙي چوڏول يا چوڏيل شهرن ۾ ميلن جي موقعي تي لڳايا ويندا آهن، جن ۾ ٻار چڙهندا آهن. هاڻي ته ڪراچي، حيدرآباد ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ اليڪٽرڪ تي هلندڙ مختلف قسمن جا تيز رفتار چوڏيل استعمال ٿين ٿا. ڪراچيءَ جي مختلف وڏن پارڪن ۽ حيدرآباد جي راڻي باغ ان قسم جا چوڏيل ڏسي سگهجن ٿا.

- اهڙي وڏي ڏولي، جنهن کي چار حمال کڻي هلن تي کڻندا آهن، ان کي چوڏيل چوندا آهن. ان کي چوڏيل چوندا آهن.

شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي رسالي جي سُر سورٺ ۾ به چوڏول جو ذڪر ڪيو آهي:

آءُ مَتاهُون مَڱڻا، چڙهِي ۾ چَوڏولَ،
تو کي گهوٽَ گُهرائِيو راڄا منجهه رَتولَ،
ٻِيجَلَ تو سِين ٻولَ، وِهاڻِيءَ وَڏِنَ جا.

*(حوالو: بلوچ، ڊاڪٽر شاهه جو سچو سربستو صحيح رسالو ص: 408)*

**چوڏهن شهيد**: بلاولي تحريڪ دوران مخدوم بلاول جي شهادت واري سانحي جي شهيدن جون هي قبرون، دادو شهر جي اوپر ڏکڻ ڪنڊ تي پڪي روڊ سان دادو ڪئنال جي اوپر ۾ ٽن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي هڪ قبرستان ۾ واقع آهن. زميني سطح کان 6 فوٽ مٿي نهيل ٿلهي تي موجود هنن قبرن مٿان ڪچو چيرو نهيل آهي. هنن قبرن لاءِ روايت آهي ته سنڌ تي ڪاهه ڪندڙ ارغونن ڌارين سان وڙهندي شهيد ٿيندڙ سورهين جون آهن. هي سڀ شهيد هڪ ئي ذات جا هئا، ان ڪري هڪ هنڌ دفن ڪيا ويا. قبرن جي مرمت وقت به وقت ٿيندي رهي ٿي، جنهنڪري اهي سالم حالت ۾ موجود آهن.

**چوڏهن طبق**: چوڏهن طبقن جي معنيٰ آهي: 'ست زمينون ۽ ست آسمان'. بطليموس پهريون هيئت دان هو جنهن آسمان جا ست طبقا تصور ڪيا ۽ هر هڪ طبقي تي هڪ هڪ سيارو جَڙيل سمجهيو اهو اصطلاح گذريل ٻن هزارن سالن ۾ ايترو مروج ٿيو جو اڄ ڏينهن تائين انسان انهيءَ مفروضي تي هلڻ لاءِ مجبور آهي. شاعريءَ ۾، طب ۾، علم افلاڪ ۽ سائنس ۾ مطلب زندگيءَ جي هر شعبي ۾ ستن زمينن ۽ ستن آسمانن جو حوالو ضرور ايندو رهندو آهي. عالمن ته هر هڪ آسمان ۽ زمين جي هر طبقي جا نالا به مخصوص ڪري ڇڏيا آهن. عام طرح ڀاڪو به آهي ته 'هن جا چوڏهن طبق ئي روشن ٿي ويا.'

**چوڏهن معصوم**: اصل ۾ 'چهارده معصومين عليهم السلام' کي سنڌيءَ ۾ 'چوڏهن معصوم' چوندا آهن. چوڏهن معصومن مان مراد سرور ڪائنات حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم، حضرت علي عليه السلام، حضرتَ بيبي فاطمة الزهريٰ رضہ، حضرت امام حسن ؑ، امام حسين ؑ، امام زين العابدين رضہ، امام محمد باقر رضہ، امام جعفر صادق رضہ، امام موسيٰ ڪاظم رضہ، امام موسيٰ الرضا رضہ، امام محمد تقي رضہ، امام علي نقي رضہ، امام حسن عسڪري رضہ ۽ امام مهدي رضہ آهن. چوڏهن معصومن جي سوانح حيات تي لاتعداد ڪتاب شايع ٿي چڪا آهن. پر تازو ايران جي شهر قم جي هڪ ديني مڪتب 'مجمع جهاني اهلبيتؑ' مان چوڏهن جلدن ۾ چوڏهن معصومين تي هڪ ڪتاب شايع ٿيو آهي، جنهن ۾ سنڌ بابت به ڪافي مواد موجود آهي. ڪتاب ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته حضرت امام حسين ؑ ۽ امام زين العابدين ؑ جون گهر واريون سنڌياڻيون هيون. امام جعفر صادق ؑ جي نامور چئن سنڌي اصحابن جو به تفصيلي ذڪر هن ڪتاب ۾ موجود آهي. ان سان گڏ امام موسيٰ الرضا ؑ جو سنڌ مان آيل هڪ عقيدتمند سان سنڌي ٻوليءَ ۾ ڳالهائڻ جو تذڪرو به ٿيل آهي.

**چوڏهينءَ چنڊ آڪاس** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارِي ۽ منفرد شاعره سحر امداد جي شاعريءَ جو پهريون مجموعو آهي، جنهن کي وعده ڪتاب گهر، ڪراچيءَ، جون 2033ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ نظم، آزاد نظم، غزل ۽ ٽه سٽا شامل آهن. 'هي ڪرڻا ڪرڻا چنڊ' جي عنوان سان هن ڪتاب جو مهاڳ پاڪستان جي ناليواري ليکڪا فهميده رياض لکيو آهي، جيڪا لکي ٿي ته: "سحر امداد هڪ فطري شاعره آهي، هن جو علم ۽ وسيع مطالعي سندس وجدان کي اڃا به نکاري ڇڏيو آهي، پر شاعريءَ جو طلسم هڪ اهڙي وٿ آهي، جيڪا صرف فطرت ئي وديعت ڪري سگهي ٿي. هوءَ صرف چند لفظن سان، ڪنهن انوکي تشبيهه سان، هڪ پورو منظر تخليق ڪري سگهي ٿي."




ڪتاب جي آخر ۾ 'شاعري، زندگي ۽ شاعر' جي عنوان سان اَمهاڳ ۾ امداد حسينيءَ لکيو آهي ته: "سحر جو لهجو ڪٿي ته روايتي ۽ تقليدي ناهي. ڌارئين، اڌاري بدران، هن وٽ جيڪي ڪجهه آهي، هن جو پنهنجو آهي، نج ۽ نبار آهي. ان ڪري ئي هوءَ ٻين کان مختلف ۽ منفرد آهي. نواڻ، تازگي ۽ توانائي هن جي شاعريءَ جا مکيه گڻ آهن." هن ڪتاب جو ٽائيٽل منصور ٿاهيو آهي، پڪي جلد سان، ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 260 صفحن تي مشتمل آهي، ۽ ان جي قيمت 150 روپيا آهي.

**چور:** چَور، چوري ڪندڙ ماڻهوءَ کي چئبو آهي. چور ٻين جو مال متاع، سامان ڪاڻ هٿي يا ٻئي ڪنهن طريقي سان چوري ڪندو آهي. چور لفظ استعمال ڪڏهن کان ٿيو، ان جو اندازو نه آهي، پر موهن جي دڙي جي هڪ مهر جي مختلف عالمن 'چور' پڙهڻي ڪئي آهي، ان مان ثابت آهي ته هي لفظ هزارين سال اڳ به ساڳي معنيٰ ۾ سنڌي زبان ۾ مروج هو.

**چوراسيا، هري پرساد:** هندستان جو مشهور ڪلاسيڪل بانسري نواز هري پرساد چوراسيا، اتر پرديش صوبي جي شهر الهه آباد ۾، پهرين جولاءِ 1938ع تي ڄائو. هن جو پيءُ ڪُشتيءَ جو وڏو رانديگر هو. هن ڳائڻ جي تربيت 15 سالن جي عمر ۾ پنهنجي پاڙيسري ڳائڪ پنڊت راڄ رام کان ورتي. ان ڪانپوءِ جلد ئي بانسري سکڻ لاءِ پنڊت ڀولانات پراسانا جي شاگرديءَ ۾ آيو. وڌيڪ سکڻ لاءِ وقت جي وڏي پنڊت بابا علاؤالدين جي ڌيءُ اناپورنا ديويءَ کان راڳ جون رمزون سکيائين. ڪُشتيءَ هن جي ڦڦڙن کي ڪافي سگهه ڏني. ان ڪري اُن فن هن جي بانسريءَ جي وڄت ۾ وڏي مدد ڪئي. ترت آل انڊيا ريڊيو تي بانسري وڄائڻ لڳو. هن پنهنجي وڄت جي خاص انداز سان جلد مقبوليت ماڻي ورتي ۽ هندي فلمن ۾ بانسري وڄائڻ لڳو. ترت شِو ڪمار شرما جي نظر مٿس پئي، جنهن کيس پاڻ سان گڏ بانسري وڄائڻ جي دعوت ڏني. ٻنهي گڏجي 'شِو- هري' نالي ميوزڪ گروپ جوڙيو ۽ دنيا ڀر ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪرڻ لڳا. هن ڪيترين هندي فلمن لاءِ به موسيقي ترتيب ڏني آهي. کيس ڀهريون اوارڊ، سنگيت ناٽڪ اڪيڊميءَ پاران 1984ع ۾ مليو. ان کان پوءِ کيس ڪونارڪ سنمان اوارڊ (1992ع)، پدم ڀوشن اوارڊ (1992ع)، يش ڀارتي سنمان اوارڊ (1994ع)، پدم وڀوشن اوارڊ (2000ع)، حافظ علي خان اوارڊ (2000ع)، ديناناٿ منگيشڪر اوارڊ (2000ع)، پوني پنڊت اوارڊ (2008ع) ۽ نيشنل امينِنس اوارڊ، جيڪو ويساڪا ميوزڪ ۽ ڊانس اڪيڊميءَ طرفان (2009ع) مليا. هري پرساد جي فن ۽ شخصيت تي هيٺيان ڪتاب لکيا ويا آهن:



(1) 'ووڊ وائينڊس آف چينج': سورتسنگهه (2008ع)، (2) 'هري پرساد چوراسيا اينڊ دي آرٽ آف امپرو وائيزيشن': هينري ٽورنيئر (2009ع).

1967ع کان هيل تائين هن جي ترتيب ڏنل موسيقيءَ خاص طور بانسريءَ جا 150 کان مٿي البم رليز ٿي چڪا آهن. هري پرساد، شو ڪمار شرما سان هندستاني فلمن: 'چاندني'، 'ڊر'، 'لمحي'، 'سلسلا'، 'فاصلي'، 'وجئه' ۽ 'صاحبان' سميت ڪجهه تيليگو فلمن جي موسيقيءَ به ڪمپوز ڪئي. ڪاظمي ميثاق جي انگريزي فلم 'سڪس ڊيزان افغانستان' جي به موسيقي هن جي ترتيب ڏنل آهي. هري پرساد هن وقت دهليءَ ۾ رهي ٿو سنڌس بانسريءَ جي فن جو سنڌ جي موجوده بانسري نوازن تي وڏو اثر آهي ۽ سنڌ اندر موسيقيءَ جي شائقن وٽ سندس آڊيو ڪئسيٽون موجود آهن.

**چور تپ:** ميڊيڪل سائنس موجب تپ/ بخار جا ڪيئي سبب ۽ قسم آهن، پر عام ماڻهن جي مشاهدي موجب ڪن بخارن جا نالا رکيل آهن، جيئن ٻيئڙ ۽ ٽيئڙ تپ. ائين ئي تپ جو هڪ قسم جو تپ سڏجي ٿو جيڪڏهن رات جو تپ (بخار) ٿيندو آهي ته ان کي چور تپ چوندا آهن. 'چور تپ' لاءِ ڪي ساٺ سنوڻ ڪندا آهن. ان لاءِ ٻهراڙيءَ جا ماڻهو ڪنهن نالي واري چور کان ڏاڳو وٺائي ٻڌندا آهن. ان کان سواءِ اها به روايت آهي ته رات جو جنهن مهل چهرو ٻوليندو آهي، ان مهل ڏاڳي کي جيتريون به ممڪن ٿي سگهن، ڳنڍيون ڏئي، اهو ٻار جي ڳچيءَ ۾ ٻڌندا آهن يا چو واٽي جو سنئوڻ ڪندا آهن ته جيئن چور تپ کان ڇوٽڪارو ملي سگهي. مدي جي تپ ۽ سِلهه ۾ به اڪثر رات جو بخار ٿيندو آهي، پر ٻهراڙين ۾ تشخيص ۽ علاج جون سهولتون نه هئڻ ڪري ماڻهو سمجهي نه سگهندا آهن ۽ اهڙا ٽوٽڪا ڪندا آهن نه ته اڄڪلهه هر مرض جي علاج لاءِ ڊاڪٽر ۽ دوائون موجود آهن.

**چور پاهي (راند):** چور پاهي راند جو مرڪزي خيال ساڳيو لڪ لڪوٽيءَ راند وارو آهي. فرق صرف هيءُ آهي ته راند ڪندڙ ٻارن مان ٻه ٻار نقلي چور بڻيا آهن، يعني چورن جو ڪردار ادا ڪندا آهن. چار ٻار پوليس وارا ٿيندا آهن ۽ هڪ ٻار صوبيدار ٿيندو آهي. صوبيدار زمين تي پڙ ناهي يعني گول ڪڍي ان کي پنهنجو ٺاٺو بڻائي ويهندو آهي ته چور وڃي ڪٿي لڪندا ۽ پوليس وارا انهن جي ڳولا ۾ لڳي ويندا. هوڏانهن چور به نهايت خبرداريءَ سان لڪڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. آخرڪار وڏي جستجوءَ بعد چور پڪڙجي پوندا آهن. بس پوءِ ته واهه واهه ٿي ويندي آهي. پوليس وارا چورن کي نوڙين سان قابو ڪري، پنهنجي نظرداريءَ هيٺ صوبيدار وٽ وٺي ايندا آهن. صوبيدار نهايت رعب سان ۽ غصي ۾ چورن سان گفتگو ڪندو آهي ۽ ڪانئن ڪيل چورين بابت پڇا ڳاڇا ڪندو آهي. انهيءَ وچ ۾ ڪين مٿاڇريون پر پوري زور سان الاريل چماٽون به وهائيندو ويندو آهي. آخرڪار چور پنهنجي سيني ڏوهن جو اعتراف ڪري ڏيندا آهن ۽ کين ڏنڊ ۽ سزا ڏني ويندي آهي. هيءَ راند سانجهيءَ ڏاري ڪئي ويندي آهي.

**چور پَهو:** ٻيلي ۾ وڻن ۽ ٻوٽن سان ڍڪيل سنهي پيچري کي 'چور پهو' چوندا آهن، جنهن جي خبر هر ڪنهن کي نه هوندي آهي، پر ڪن ڄاڻو ماڻهن کي هوندي آهي. هوئَن ٻيلي مان نڪرندڙ عام گس کي 'پهو' سڏيو ويندو آهي، پر 'چور پهو' هڪ خاص ۽ ڳجهو پهو يا پيچرو چوندا آهن.

**چور دروازو:** چور دروازو، ڪنهن عمارت، قلعي يا ڪوٽ جي ڳجهي دروازي کي سڏيو ويندو آهي. هن قسم جو دروازو عام اچ وڃ لاءِ ڪم نه ايندو آهي، پر صرف ڏکين گهڙين، خطري واري وقت يا اوچتي ٿيل حملي وقت استعمال هيٺ آندو ويندو آهي.

**چورس:** چئن پاسن يا ڪنڊن واري خاڪي کي 'چورس' چئبو آهي. جاميٽريءَ موجب اها شڪل، جنهن جا چارئي پاسا هڪ جيڏا هجن ۽ ڪنڊون گونيون هجن ته انهن کي 'چورس' چئبو آهي.

**چورس ڦٽيون:** چورس ڦٽيون گهرن ۾ ٻارن توڙي عورتن جي استعمال لاءِ هونديون آهن. هي چئن ڪنڊن واريون ڦٽيون ٿين ٿيون، جن ۾ ٻئي پاسا ڏنڊا ٿيندا آهن.

**چورڪي**: تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن ۾ احمد شورو ۽ حيات خاصخيلي ڳوٺ شامل آهن.

**چورگپ**: درياهه جي پرسان ڪن علائقن ۾ چورگپ هوندي آهي، جيڪا مٿان شڪل ڏسڻ ۾ ايندي آهي، پر ماڻهو يا ڍور ان گپ ۾ پير رکندو آهي ته هيٺ لهندو ويندو آهي. چور گپ کي ٻين لفظن ۾ 'ڏُٻڻ' به چوندا آهن، جيڪا وڏي ايراضيءَ ۾ ٿيندي آهي. ڪڏهن ڪڏهن مدد نه ملڻ جي صورت ۾ ماڻهو يا ڍور هيٺ لهندو ويندو آهي ۽ گپ ۾ دٻجي گم ٿي ويندو آهي.

**چؤرلو** (Chaurlo)/ **چورڙو**: سيوهڻ تعلقي ۾ سنڌو تهذيب جو هيءُ ماڳ ٻنڌٺي نئن کان اٽڪل ست ميل ڏکڻ ۾ 'چورڙو' لانديءَ جي نالي سان موجود آهي. ان لانديءَ جي ڏکڻ اولهه ۾ هڪ ٽڪريءَ تي هي ماڳ '43•67 "10 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "5 '74•26 اتر ويڪرائي ڦاڪ ڊگرين تي واقع آهي. هتان ڪوٽيل ٻن ڪڏن مان پٿر جون ٺهيل وٿون ۽ آمريءَ جهڙو ٺڪراٺو ۽ ٺانو مليا آهن. آمري دور جو ٺڪراٺو هلڪو ڳاڙهو ۽ ڦڪي رنگ جو آهي. ٺانو چڪ تي لٿل آهن. ٺانون تي چٽسالي چاڪليٽي ڦڪي رنگ جي ٿيل آهي. مجمدار جي چوڻ موجب هي دڙو مخروطي نموني جو آهي. ليمبرڪ کي هتان پنجن انچن جو چقمقي چاڪو لڌو هو. هيءُ دڙو 152x91 ميٽر ماپ جو 26 ميٽر اوچو آهي. هي دڙا جهانگارا کان مٿينءَ طرف آهن. هن دڙي لاءِ ماهرن جو خيال آهي ته موهن جي دڙي کان به قديم آهن.

**چُورو**: ڪٽيل/ پوريل شيءِ يا سوپاريءَ جي ڪَتر کي 'چورو' چئبو آهي. لونارين جي اصطلاح ۾ سنهي لوڻ کي 'چورو' چوندا آهن. عام طور لوڻ ٻن قسمن جو ٺهندو آهي. هڪڙو ٺلهي داڻي وارو ۽ ٻيو اَٽي وانگر. طب جي اصطلاح ۾ ڪٽيل وڪرن جو ٻورو، جيڪو ڦڪي ناهڻ ۾ سولو لڳندو آهي، ان کي به 'چُورو' چوندا آهن. ڪن علائقن ۾ ڪڪڙ جي چوزي کي به 'چورو' چوندا آهن.

**چور پوليس راند** (راند): هيءَ ٻارن جي هڪ راند آهي، جنهن ۾ هڪڙا ٻه ٻار، پَٽ تي ٻنا ٻڌي، هٽ ناهي، انهيءَ ۾ مٽيءَ جُون ڍڳڙيون ناهي مال رکندا آهن، سي ٿيا هٽ جا واڻيا، جي رات جو دڪان ۾ سُمهي پوندا آهن. ٻيا ٻه ڄڻا ٿيندا چور، جي لڪي لڪي دڪان ۾ گهڙي ڍڳڙيون ڍاهيندا. هڪڙو واڻيو جاڳي چوندو ڪهڙو آهي؟ چور چوندس: "چپ ڪري سُمهي رهه ڪهاڙي نه هڻانءِ" ۽ واڻيو ماٺ ڪندو ۽ چور ڍڳڙيون پچي ويندا، پوءِ واڻيو شبد ڳائي ٻين واڻين کي سجاڳ ڪري چوندو:

ٻوڙي ۾ هڪ ڏرمي راجا، ڏرتي ڪوٺڻ آياوي!

ٽِلو ته ٽوپڻ، ٽيڪم ساڌو، چور ڦرڻ آياوي!

واڻيا اچي گڏ ٿيندا، پوءِ چوندا ته هلو ٿاڻي تي صوبيدار کي دانهن ڏيون. ايندا ٿاڻي تي (ٻورو ٻريان صوبيدار ۽ ٻه پوليس وارا ويٺا هوندا) هڪ واڻيو چوندو: "صوبيدار گهڻا چور هئا؟ ڪيڏي مهل آيا؟ ڪٿان کان ڪاٽ هنيو ائن؟ ڇا ڇا کنيو ائن؟". "چڱو فرياد لکايو". واڻيو چوندو: "ٻه ڳوٺيون تر، هڪڙي پاٽ ڪَتل،پنج مڻ ڳُڙ، ڏَهو پگڙا ۽ ريوڙيون، ڏَهو بسڪوٽ ۽ ڪنگڻيون، اڌ مڻ ڏونگهيون. ٻيو اڻ ساريل سامان کڄي ويو آهي. صوبيدار هلو ته واردات ڏسون." پوءِ ايندا واڻين جو دڪان ڏسڻ، پوءِ چوندا: "پيريءَ کي سڌ ڪريو ته پيرا پيٽ ڪريون." پوءِ چورن جو پيرو کڻي، ڪائين کي گهوڙا ڪري، لانگ وراڻي چور ڳولڻ نڪرندا، نيٺ انهن کي جهلي ٻڌي ٿاڻي تي ايندا. ڪوڙ پڇاڻي مار ڏئي ڪين سچي ڪرائيندا، تان جو راند وڃي ختم ٿيندي.

**چُوري/ ڪُٽي**: چوريءَ مان مراد اهڙي خوراڪ، جنهن ۾ سنهي ڏريل 'ڪٽڪ'، ڪنب، ڳڙ، ڦوٽا، سچو گيهه وغيره پيل هجي. چُوري، چُورو ڪيل خوراڪ کي چئبو آهي سنڌ ۾ عورتون چوري ڏاڍي لذت واري ناهينديون آهن. چُوري سنڌي سماج ۾ گهڻي اهميت رکي ٿي. اُن جا اهميت جي حوالي سان ڪيترا نمونا ٿين ٿا، جهڙوڪ: پٽ ڄمڻ جي چوري، وهانءَ رات ڪنواريتن پاران گهوٽ ۽ گهوٽيتن جي لاءِ چوري. بادشاهه پير جي چوري، اوليائن جي چوري، قلندر جي چوري، امامن جي چوري، سکا جي چوري وغيره. گهر جون عورتون گڏجي چوريءَ جو سڏ پوري راڄ جي عورتن کي ڏينديون آهن. راڄ جون نوجوان ڇوڪريون گڏجي، ويهن، گهر جي اڱڻ يا وراندي ۾ ويهي ٻه يا چار چلهيون دکائي، مانيون پچائين يا ڏريل ان سيڪين، پوءِ وڏي ٿالهه ۾ ڪنب، مصري، ڳڙ، سچو گيهه، شڪر، ميدو، ڦوٽا ملائي، مانيون اُکريءَ ۾ ڪٽي چوري ناهينديون آهن. اوليائن، پيرن جي چوري درگاهه تي ڳائي وڄائي ورهائي ويندي آهي. امامن جي چوري امام قاسم جي مينديءَ ۽ وهانءَ رات ڪئي ويندي آهي ۽ امام جعفر جي چوري به عقيدتمند ناهيندا آهن. خاص طور وهانءَ جي چُوري ڪائي هر ڪو چاچي چُوريءَ عيوض روڪ رقم ڏيندو آهي، ان کي چوريءَ جي گهور ڪوٺيو وڃي ٿو. چوريءَ کي ڪُٽي به ڪوٺين.

**چَوَڙ**: هڪ قسم جا ٻج آهن، جيڪي اکين جي علاج لاءِ ڊپ طور ڪم ايندا آهن. هي ڪارا، سنهڙا ۽ چيڙ جي داڻن جيڏا ٿين ٿا، جن جي ڪل لاهڻ سان اندران اڇاڻ مائل هيڊو گورو نڪرندو آهي. طبيبن چواڻي: چَوَڙ اک جي ڌنڌ، خارش، پاڻي وهڻ ۽ اک جي پڇيءَ لاءِ مفيد آهن. چوَڙ نم ۾ وجهي، سڪائي ڪٽي ڦڪي ڪري ڪارائڻ سان بواسير جي رت جي گهٽائي، جذام، جلنڌر، يرقان ۽ ٻرهل لاءِ مفيد آهي. چوَڙن جو ٻورو ڦٽن جي رطوبت کي خشڪ ڪري ٿو. رت جي صفائيءَ لاءِ صندل سان هن جو ڪاڙهو استعمال ڪرايو ويندو آهي.

**چوڙ**: عاج، چاندي يا ڪافور جي ڳنڍيل چوڙن جو ويڙهو. جيڪو ڪرائيءَ کان ٺونٺ تائين، ۽ وري ٺونٺ کان ڪلهي تائين چڙهيل هجي. ان کي 'الهي ڪلهي ٻانهين' به چئبو آهي. (وڌيڪ ڏسو: ٻانهين)

**چوڙلو** (ديهه): تعلقي سيوهڻ، ضلعي ڄام شوري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ لعل بند ساهتاڻي ۽ سونپتي ڳوٺ شامل آهن.

**چُوڙو/ چُوڙا**: چوڙو سنڌ جي پراڻي تهذيب جو زيور آهي، جنهن کي ناهڻ جو هنر اڄ کان پنج، ڇهه هزار سال پهرين وجود ۾ آيل ڏسجي ٿو. جنهن جو ثبوت اهو آهي ته موهن جي دڙي مان به چوڙا لڌا آهن ۽ انهن سان گڏ هڪ پتل جي پتلي به ملي آهي، جنهن جي هڪ ٻانهن ۾ ڪلهي کان ڪرائيءَ تائين چوڙا پيل آهن ۽ ٻيءَ ٻانهن ۾ رڳو ڪرائيءَ وٽ ٿورا چوڙا پيل آهن ۽ انهيءَ پتلي جا مختلف ماڊل ملڪ جي سمورن عجائب گهرن ۾ موجود آهن.



موهن جي دڙي مان لڌل شين جو ذڪر ڪندي ڪاڪو ڀيرو مل مهرچند آڏواڻي لکي ٿو تہ، ”(هتان مليل) ڪن پتلين ڪي ٺُڪَ تي ٻانهين ڪُلهي تائين پيل ڏسجي ٿي، جنهن مان ظاهر آهي تہ انهيءَ زماني ۾ چوڙيگر بہ موجود هئا.“ چوڙي جي هنر کي ايتري ئي اهميت آهي، جيتري سنڌ جي ٻين وڏن هنرن کي آهي۽ هنن هنرن جي ڪري سنڌ جون ڪاسبي ذاتيون ٺهيون آهن. جيئن: ڪنيار، واڍا، لوهار، سونارا ۽ کٽي وغيره. انهيءَ لحاظ کان چوڙن



ٽڙ۾ پهريا ويندڙ چُوڙا

ٺاهيندڙن جون بہ اصلي ذاتيون مٽجي ويون آهن ۽ اهي هاڻي اصل ذاتين جي بدران ’چوڙيگر‘ سڏجن ٿا. هن وقت هيءَ ذات برصغير جي پراڻين ذاتين مان هڪ آهي. نہ رڳو ايترو پر سنڌ ۾ چوڙيءَ کي تاريخ سان گڏ جاگرافيائي حيثيت بہ حاصل آهي. جنهن جو ثبوت ننگرپارڪر تعلقي جو قديم شهر ’چوڙيو‘ آهي، جتي آڳاٽي دور ۾ تمام گهڻا چوڙيگر رهندا هئا ۽ سندن ٺاهيل چوڙا ملڪان ملڪ مشهور هئا. جن جي پويان ئي انهيءَ شهر جو نالو ’چوڙيو‘ پئجي ويو. چوڙي جو ذڪر اسان جي قديم توڙي جديد شاعريءَ ۾ عام آهي، جنهن جو گهڻو حصو اسان جي لوڪ شاعريءَ ۾ ملي ٿو. جيئن هڪ ڳيچ ۾ آهي تہ:

چوڙو چندن عاج جو، آڻج ننگر مان،

چوڙو ٽج عاج جوآ ونهيان دودل ڙي،

چوڙليالي آ ري مِٺا، چوڙليالي آ،

امراڻي ري مارگئي، تون وهلو وري آ.

اهڙيءَ طرح لوڪ شاعريءَ جا گيت، ڳيچ، ڳاهون، ڳوڙها ۽ ڳجهارتون وغيره اهڙن اهڃاڻن سان ڀريا پيا آهن، جن لاءِ لوڪ ادب جا ڪتاب ۽ سگهڙ شاهد آهن. جيئن شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سُر سهڻيءَ ۾ فرمايو آهي تہ:

چوڙا ٻيڙا چڪ ۾، لڙهہ ۾ لڙهيس وار

گهڙو ڀڳو گهوريو مر چور ٿئي چوڙو

ڪراين ڪروڙ، جا چوڙا ڪوڙا جن.

جهڙي طرح ٺڪو بولو ڪڙڪون، ڪلمال ۽ ڪڙيون وغيره مٽي نڪ ڪن ۽ پيرن جا ڳهہ آهن. اهڙيءَ طرح چوڙو وري ٻانهن جو ڳهہ آهي، جنهن سان سينگار ۾ اضافو ٿئي ٿو. ٻانَهن چوڙا جيئن تہ عورت جي ٻانهن جو خاص زيور آهن، انهيءَ ڪري ٻانهن جي نسبت کان انهيءَ کي ’ٻانهين‘ بہ سڏيو ويندو آهي، جنهن جا عام طرح ٻہ حصا آهن. جن مان ڪلهي کان ٺونٺ تائين پاتل چوڙن کي بند سڏبو آهي ۽ ٺونٺ کان ڪرائيءَ تائين پاتل چوڙن کي ’وهڙ‘ يا ’موهيڙ‘ چئبو آهي.

چوڙو عام طرح سهاڳڻين جو ڳهہ آهي، سهاڳڻين کي لائون ڏيندي وڏڙيون چونديون آهن تہ ’امڙ چوڙو ماڻ‘. ڏهاڳڻيون چوڙو ڪونہ پائين. جنهن لاءِ مختلف ذاتين جا مختلف رواج آهن. جيئن ڪن ذاتين ۾ مڙس مرڻ تي بيواهون هڪدم چوڙا لاهي، ڏاڳي ۾ ٻَڌي، گهر ۾ ٽنگي ڇڏين. اهڙيءَ طرح ڪن ذاتين ۾ وري اهو رواج آهي تہ مڙس مرڻ تي سندن زالون چوڙا لاهي ڀڃي ڀورا ڪري اڇلي ڇڏينديون آهن.

ڪن هندو ذاتين ۾ مڙس جي مرڻ تي زالون سهاڳ جي نشاني چوڙو لاهي، ڏور ۾ ٻَڌي مڙس جي قبر تي ڇڏي اينديون آهن. ڪن اڇوت ذاتين جون عورتون مڙس جي مرڻ کان پوءِ ٻانهين يا ڪبع مڪمل طرح ڪونہ پهرين، پر ان جو ڪو بہ حصو يعني بند يا موهڙ پهرين. پير صاحب پاڳاري جي مريد عورتن سندن مرشد جي حڪم تي چوڙا پهرڻ بلڪل بند ڪري ڇڏيا آهن.

چوڙو جهڙيءَ طرح سنڌ جي هندن توڙي مسلمانن ۾ گڏوگڏ رائج رهيو آهي، اهڙي طرح اهو پرڻيل عورتن سان گڏ ڪنوارين ڇوڪرين وٽ بہ استعمال ۾ رهيو آهي ۽ سنڌ جون ڪيتريون ئي ذاتيون اهو مڪمل طرح استعمال ڪنديون پيون اچن.



ڪڇي عورت جو چُوڙو — جوڳي عورت جو چُوڙو

چوڙو اڳوڻي دور ۾ مٽيءَ مان ٺاهيو ويندو هو. اهڙا ٺڪر جا چوڙا مُهين جي دڙي توڙي ٻين ماڳن تان مختلف نمونن، ٿولهہ، ويڪر ۽ ڇِٽن سان مليا آهن. چوڙو ٺڪر کانپوءِ چندن جي ڪاٺ ۽ هاٿيءَ جي هڏي يعني عاج مان ٺهڻ لڳو. پر جڏهن ڌات جو دؤر آيو ۽ مختلف قسمن جا اوزار ٺهيا ۽ انساني ٽڪساٽ ۾ ترقي آئي. تڏهن چوڙو بہ مٽيءَ مان منهن مٽي اڳتي وڌيو ۽ ڪيتريون ئي منزلون طئہ ڪندي آخر چندن جي ڪاٺي ۽ هاٿيءَ جي هڏي يعني عاج تائين پهتو. جن جو ذڪر اسان جي شاعريءَ ۾ عام ملي ٿو. جن مان هاٿيءَ جي ڏند وارو عاج سڀ کان مقبول ٿيو. هڪ طرف چندن ۽ عاج جي چوڙن کي اها مقبوليت حاصل ٿي تہ ٻئي طرف اهي غريبن جي پهچ کان پري ٿي ويا. تنهنڪري چوڙيگر عاج ۽ چندن سان گڏوگڏ سستين شين مان بہ چوڙا ٺاهڻ شروع ڪيا. جيڪي اڄ تائين ٺهندا ۽ پهريا پيا وڃن.

سنڌ ۾ جن شين مان چوڙا ٺاهيا ويا، انهن ۾ گيندي، ناريل ۽ لاک خاص آهن. جنهن کانپوءِ ٻاهران آيل شين جهڙوڪ: رٻڙ، پلاسٽڪ ۽ نائلون مان بہ چوڙا ٺاهيا ويا. چند سال اڳ عمرڪوٽ، ڇاڇري ۽ مٺيءَ ۾ اهڙا ڪاريگر بہ

موجود هئا، جن جا لاک ۽ ناريل مان ٺاهيل چوڙا ڏسڻ وٽان هوندا هئا. چوڙن جا شوقين پري پري کان کھي اچي چوڙا وٺندا هئا. گينڊي، رٻڙ ۽ نائلون وغيره مان چوڙن ٺاهڻ وارا ڪاريگر اڄ بہ عمرڪوٽ، مٺي، ننگرپارڪر، ڇاڇري ۽ سنڌ جي ٻين شهرن ۾ موجود آهن. جيڪي هر وقت چوڙا چيرينديءَ ڏسجن پيا ۽ چير جي لحاظ کان چوڙن جا جيڪي نمونا عام آهن. اهي ڇهہ آهن:

(1) **پٽي چير يا چٽا چير چوڙا:** چوڙي جي چير جو هيءُ قسم اڌ انچ پٽيءَ جي ويڪر جو هوندو آهي ۽ اهو چوڙن جي چير جو پراڻو قسم آهي. هن قسم جا چوڙا شروع شروع ۾ هندو عورتون پائينديون هيون ۽ پوءِ مسلمان عورتن بہ پائڻ شروع ڪيا.

(2) **ڪٽولي چير:** هيءُ چوڙي جي چير جو اهو قسم آهي، جيڪو هڪ انچ جي چوٿين حصي جيتري پٽي تي مشتمل هوندو آهي، جنهن تي چِٽ بہ ڪڍي سگهبو آهي.

(3) **ڪنگڻ چير:** چوڙي جي چير جو هي قسم انچ جي ڇهين حصي جيترو هوندو آهي ۽ هن تي بہ چِٽ ڪڍبو آهي.

(4) **ڪنگٽي چير:** چوڙي جي چير جو هيءُ قسم انچ جي اٺين پتي جيترو ويڪرو ٿيندو آهي، جنهن تي گھٽو ڪري چٽ نہ نڪرندو آهي.

(5) **ڪنگي چير:** هن قسم جو چوڙو وڏي ڪنگيءَ جي ڏندي جهڙو يعني انچ جي ٻارهين حصي جيترو ويڪرو هوندو آهي.

(6) **موتي چير:** چوڙي جي چير جو هيءُ نمونو سڀ کان سهڻو نمونو آهي، جيڪو انچ جي سورهين پتيءَ جيترو ويڪرو هوندو آهي. ۽ هن وقت چوڙي جي چير جو اهو نمونو سيني چيرن کان وڌيڪ مقبول ۽ عام هلندڙ آهي.

چوڙن ٺاهڻ لاءِ واسطيدار شين کي ڳاري مختلف سانچن ۾ ڏاند پچا گلاس ٺاهبا آهن، جيڪي اڳ تہ سنڌ ۾ ٺهندا هئا، پر هاڻي ڪجهہ هتي ٺهن ٿا ۽ ڪجهہ ٻاهران اچن ٿا، جيڪي چوڙيگرن جي حساب موجب پندرهين کان ايڪيهين نمبر تائين هوندا آهن.

**چوڙي** (ديهہ): لاڙڪاڻي ۽ حيدرآباد جي ضلعن ۾ جدا جدا ديهن جو نالو آهي. ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ميري خان جي چئوڙي ديهہ ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٻانهون، مگسي، پنّو، گلاب خان مگسي، علام علي مگسي ۽ محمد مراد بروهي.

- حيدرآباد تعلقي ۾ ساڳئي نالي واري ديهہ ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: خدا بخش دل، نبي بخش جلالاڻي، غلام محمد باگراڻي، الهداد زرداري، علي محمد دل، مهرالدين پنجابي، مجنون سانڊ، غلام قادر جمالي ۽ روزي خان ٻومڪي.

**چُوڙيگر** (ذات): هڪ ذات جو نالو. حيدرآباد شهر ۾ چوڙيگرن جي گهٽي مشهور آهي، جنهن کي هن وقت 'ريشم گلي' چيو وڃي ٿو. ڪنهن زماني ۾ هتي عاج مان چمڙا ۽ چڪا نالي واريون مهرون بہ ٺهنديون هيون. تنهنڪري چوڙيگرن کي خاطريند بہ چوندا هئا. اڄ بہ حيدرآباد شهر ۾ چوڙيگرن واري گهٽي يا خاطو بندن جي بازار مشهور آهي. دراصل چوڙيگرن جو اصطلاح انهن ڪاريگرن لاءِ استعمال ٿيندو آهي، جيڪي شيشي، لاک وغيره مان چوڙيون، ڪنگڻ وغيره ٺاهيندا هئا.

**چُوڙيل/ تانگهہ:** (ڏسو: تانگهہ/ چوڙيل، جلد ٻيو)

**چُوڙيو** (ديهہ): تعلقي ننگرپارڪر جي هڪ ديهہ جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چوڙيو ٺڪر، ڪولهين جو وانڍيو ۽ ووڙائو.

**چُوڙيو** (ڳوٺ ۽ مندر): چوڙيو، ننگرپارڪر تعلقي جو هڪ پراڻو ڳوٺ آهي. هي رڻ ڪڇ جي ڪنڌيءَ تي بارڊر ويجهو هڪ ٻهاڙيءَ تي آباد آهي. آڳاٽي دور ۾ هتي عاج جي چوڙن جا ڪارخانا هئا، جنهنڪري هن ڳوٺ تي اهو نالو پيو. هن ڳوٺ واري جبل جي چوٽيءَ تي درگا ماتا جو هڪ آڳاٽو مندر بہ آهي، جتي ساليانو وڏو ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ کان ياتري اچي حاضري ڀريندا آهن. گذريل ٻن سالن کان هن مندر جي علائقي واري ايراضيءَ ۾ ليز تي ٺيڪيدار گرينائيٽ پٿر ڪڍڻ جو ڪم جاري رکيو اچن. ديوي ماتا جي مندر ويجهو جبل جي هيٺئين حصي مان پٿر ڪڍڻ جو سلسلو بہ تيزيءَ سان جاري آهي، جنهنڪري هن صديون پراڻي مندر جي ميسارجڻ جا



چُوڙيي مندر ۾ موجود دُرگا ديويءَ جي مُورتي

امڪان وڌي ويا آهن. جيئن تہ ديوي ماتا جي هن مندر جو شمار تاريخي ۽ قديم مندرن ۾ ٿئي ٿو ۽ ديوي ماتا جي مورتي بہ موجود آهي. ان ڪري هن تاريخي ڳوٺ جي هن تاريخي مندر پرسان فطري ماحول کي برقرار رکڻ جي اشد ضرورت آهي.

**چوڙيون** (ڳهہ): ٻانهن جي ڪرائين ۾ پائڻ لاءِ هڪ ڳهہ آهي، جيڪو آڳاٽي دؤر کان اڄ تائين مروج آهي. آڳاٽي دور ۾ مرد بہ اهو ڳهہ پائيندا هئا. چوڙيون هاڻي فقط عورتن جي ڳهن ۾ شامل آهن. ننڍڙي عمر کان پوڙهاپ تائين عورتون، سون، چاندي، رٻڙ، عاج، شيشي، جست ۽ لوهہ جون چوڙيون پائين ٿيون. چوڙيون ٻهراڙي توڙي شهر ۾ مروج آهن. چوڙيءَ جا هونئن تہ هزارين نمونا ٿين ٿا، پر



هر ذاتوءَ مان جڙيل چوڙين جا گهاڙيٽا جدا جدا ٿين ٿا. ورهاڱي کانپوءِ هندستان جي مسلمانن جي سنڌ ۾ لڏي اچڻ سان چوڙيءَ جي صنعت کي هتي ملي ۽ هن

وقت خاص ڪري 'حيدرآباد' چوڙيءَ جي صنعت جو مرڪز ليکجي ٿو. چوڙيون سون ۽ چانديءَ جون به ٿين ٿيون. سون جي چوڙي ويڪري ٿئي ته چاندي جي چوڙي وري سوڙهي ٺاهي وڃي ٿي. جست، ٽامي، گلٽ ۽ لوهه



مان به چوڙيون جڙن ٿيون. اڄڪلهه اسٽيل مان به چوڙيون ٺاهيون وڃن ٿيون، جن ۾ گهاڙيٽي جي لحاظ کان هيٺيان اهم نمونا ٺاهيا ويندا آهن: پلودار، حيدرآبادي لهريدار، رائيدار، پتيدار، وردار، ڇل واريون، ميناڪاري، ٺپي واريون چوڙيون وغيره. ڌاتوءَ مان جڙيل چوڙيون شادي وهانءَ وقت ۽ عام رواجي طور به پاتيون وڃن ٿيون. چوڙين کي سهاڳ جي نشاني سمجهيو وڃي ٿو. شيشي واريون چوڙيون هڪ صنعتي حيثيت رکن ٿيون. شادي وهانءَ، عيد، هولي، ڏياري، ڪرسمس وغيره جي موقعن تي سوکڙي پاکڙي ڪري پڻ ڏنيون وڃن ٿيون. شاديءَ جي رسم ۾ ونواهه، مينديءَ ۽ وهانءَ لاءِ جدا جدا چوڙين جا بنڊل ڪنوار لاءِ گهوٽ پاران ڏنا وڃن ٿا. مڱڻيءَ لاءِ چوڙيون وري جدا جوڙايون وڃن ٿيون. ڪي ماڻهو ته چوڙين تي نالو به لکرائين ٿا. شيشي وارين چوڙين ۾ خاص ڪري ساديون چوڙيون، ريشمي چوڙيون، ڪٽائيءَ واريون چوڙيون، ميناڪاري چوڙيون، ڏمڪ واريون چوڙيون، هيل واريون چوڙيون وغيره شامل آهن.

حيدرآباد ۾ لاک وارين چوڙين ٺاهڻ جا ديسي ڪارخانا موجود آهن، جن ۾ چوڙيگر، جست جون چوڙيون ڪٽي ان تي لاک لڳائي، پوءِ ان تي چٽسالي ڪري رنگ پري انهن کي وڌيڪ خوبصورت ڪري موتي به جڙين ٿا. سنڌ جون خاص ڪري ٻهراڙيءَ جون عورتون رڇ جون چوڙيون ڏاڍي چاهه سان پائينديون آهن. ڇاڪاڻ ته جفاڪشيءَ واري گهريلو ۽ ٻني ٻاري جي ڪم ۾ اهي ٽٽڻ کان محفوظ رهن ٿيون. اڳ ۾ سنڌ ۾ اصل عاج مان چوڙا ٺهندا هئا. عاج هاٿيءَ جي ڏندن مان حاصل ڪيو ويندو هو هاٿي عاج اڻ لڀ ٿي ويو آهي. ان ڪري عاج واريون چوڙيون هاٿي گهٽ جڙن ٿيون. ان ڪري اهي چوڙيون پلاسٽڪ، نائيلون ۽ رڇ جي ميلاپ سان جوڙيون وڃن ٿيون. ٿري عورتون الهي ڪلهي ٻانهيون ۽ ڪولهي ذات جون عورتون، عام طور تي ڪنواريون توڙي پرڻيل عورتون اهي چوڙيون پائين ٿيون.

**چؤسٽو** (شاعريءَ جي صنف): چئن سٽن تي مشتمل چؤسٽو ٻن شعرن يعني چئن سٽن يا مصرعن تائين محدود ٿئي ٿو وقت جي رفتار کي آڏو رکندي، مختصر لفظن ۾ پنهنجو مقصد بيان ڪرڻ خاطر چؤسٽو هڪ مڪمل نظم جي صورت اختيار ڪري ويو چؤسٽي ۾ رديف ۽ قافيو شاعر مرضيءَ سان استعمال ڪندو آهي. چؤسٽي لاءِ ڪو مقرر بحر يا وزن لازمي نه آهي. موجوده دور ۾ سنڌي شاعريءَ ۾ قطعي کي چؤسٽي طور سڃاتو وڃي ٿو ڇاڪاڻ ته قطعو چئن کان وڌيڪ سٽن ۾ لکيو نه ٿو وڃي. نالي واري شاعر استاد بخاريءَ جا چؤسٽن جا چار ڪتاب: 'لهر لهر دريا'، 'سوجهون پٽڪا واڪا'، 'بخاريءَ جا قطعا' ۽ 'پير نه هٽن پوئتي' شايع ٿي چُڪا آهن. روزاني هلال پاڪستان ۾ استاد بخاريءَ جا قطعا شايع ٿيڻ ڪانپوءِ لڳ ڀڳ سنڌ جي سمورين اخبارن ۾ اهو رواج پئجي ويو سنڌ ۾ هن صنف کي ڀرپور موٽ ملي آهي. استاد بخاريءَ ڪانسواءِ پرواني ڀٽي، عبدالحڪيم ارشد، راشد مورائيءَ امداد حسيني، محسن ڪڪڙائيءَ، خاڪي جويي، تاج جويي، زيب عاقلي، هدايت بلوچ ۽ ٻين ڪيترن شاعرن چؤسٽا لکيا آهن.

**چوغو مندر**: گوتم ٻڌ ڪانپوءِ ٻڌ ڌرم جي پرچار ۽ رکشا لاءِ وقت به وقت ڪيترا پروهت ۽ مذهبي پيشوا پيدا ٿيندا رهيا آهن، جن مان تبت جو 'تيشي لاما' (Teshi Lama) گهڻو مشهور ٿيو هو ڌرمي پرچار لاءِ چين ويو جتي هن لکين ماڻهو پنهنجا پوئلڳ بنايا، ايتري قدر جو چين جو شهنشاهه 'چين لنگ' (Chien Lung) به سندس پيروڪار ٿيو هو. جنهن 1780ع ۾ سندس چوغي جي مٿان هڪ شاندار مندر جوڙايو هو. پيلي رنگ جو اهو خوبصورت مندر، چين جي شهر بيجنگ ۾ آهي، جيڪو سوا ٻه سؤ سال گذري وڃڻ کان پوءِ به هڪ شهنشاهه جي عقيدت ۽ عظمت جي يادگار طور موجود آهي.



**چوڪڙيدار-ڳوراهه** (Chequered Keelback /Xenochrophis piscator): آبي ماحول ۾ رهندڙ هن بلا کي سنڌيءَ ۾ عام طور 'پاڻيءَ واتڙيو' چوندا آهن ۽ هنديءَ ۾ ان کي 'پاني ڪا سانپ' سڏبو آهي. هن بلا کي لاڙ ۾ 'ڳوراهه' چوندا آهن. ڳوراهن جا ٻه ٽي قسم آهن. چوڪڙيدار ڳوراهه جي وڌ ۾ وڌ ڊيگهه 1.48 ميٽر (4.10 فوٽ) رڪارڊ ڪئي وئي آهي، پراها عام طور 1.21 ميٽر کان مٿي نه ٿيندي آهي. هن ڳوراهه جو جسم گهرو سائو تيز هيڊو يا ميٽائون ٿيندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن هلڪو ڳاڙهاڻ مائل ڀورو به ٿئي ٿو هن کي



جسم تي ڪارن ڇِٽن جون پنج قطارون ٺهنديون آهن. جيڪي عام طور جوان ڳوراهن ۾ نمايان هونديون آهن ۽ پاڻ ۾ ملي ڪي پاسيريون پٽيون ناهينديون آهن. هن جي جسم جو پويون حصو يڪ رنگو ٿئي ٿو. هن جي اکين جي پويان ٻه ڪاريون ٽيڏيون پٽيون هونديون آهن. جيڪي وات کي ڇهنديون آهن. هن جو پيٽ اڇو ٿئي.

هيءَ طبيعت ۾ چڱي خارباز بلا آهي ۽ وري وري حملو ڪندي آهي. ان جي چڪ سان تمام سخت سور ٿيندو آهي. ڳوراهه عام طور سياري ۾ نِستائيءَ واري ننڊ ۾ هلي ويندي آهي. ڏيڏر ۽ مڇيون شڪار ڪري کائيندي آهي. مارچ اپريل ۾ ڍنڍ جي ڪناري تي ڪنهن محفوظ هنڌ تي 40 کان 80 آنا ڏيندي آهي. هن جو آنو 25 کان 30 ملي ميٽر ڊگهو ۽ 15 کان 18 ملي ميٽر گول ٿئي ٿو. اُن جا ٻچا مئي کان جون ڌاري ڦُٽي پوندا آهن. هيءَ بلا تائيوان کان هندستان ۽ پاڪستان تائين جابلو ۽ ميداني علائقن جي ندين ۽ ڍنڍن ۾ ٿئي ٿي.

**چُوڪو:** چُوڪو ڀاڄي آهي. جنهن جا پن ۽ ٽاريون ڏائڻي ۾ ڪٽا هوندا آهن. هن کي رڌي کائبو ته طبي لحاظ کان جگر جي گرمي ۽ اُڃ گهٽ لڳي ٿي. صفراوي ٽپن ۽ دستن کي بند ڪرڻ لاءِ مفيد آهي. کاڌي کي هضم ڪري ۽ بک وڌائي ٿي. هن جو ٻج سنهون ڪاري رنگ تي ٿيندو آهي. اهو ٻج ٽٽين، دستن، سُور، پيچش، مروڙن، رت جي دستن، صفرا جي خلاط، يرقان جي رطوبت کي خشڪ ڪرڻ لاءِ به فائديمند آهي.

**چوکنڊي[1]:** قبرن جو هڪ نمونو. جن جو وڏو تعداد سنڌ جي مختلف علائقن ۾ ملي ٿو. آرڪيالاجيءَ جي ڄاڻو شيخ حسن خورشيد پنهنجي ڪتاب 'Chaukhandi Tombs in Pakistan' ۾ لکيو آهي ته: چوکنڊي قبر



سادي نموني جي اندران کوکي، هڪ کوٺيءَ وانگر مستطيل نموني جي آهي ۽ سڄي وڏن پٿرن جي صليبن سان بند ٿيل آهي. صليبن جي مٿان اُڪر ٿيل هڪ مذهبي اڏاوت آهي. هي اڏاوت ڪئي ماڙ. ڪٿي ٻه ماڙ ته ڪٿي ٽه ماڙ ۽ چؤ ماڙ جي به ٿئي ٿي. هڪبئي مٿان رکيل پٿر جا صليب هيٺ وڏا ۽ مٿي ننڍا ننڍا ٿين ٿا. جيڪي اهرامي صورت ۾ نظر ايندا آهن. کن خاص ماڻهن جي چوکنڊيءَ جي مٿان ڇتي به ٺهيل هوندي آهي.

ڪراچيءَ ۾ لانڍيءَ لڳ ٺهيل چوکنڊين بابت سڀ کان پهرين 1851ع ۾ مسٽر ميڪلوڊ، سنڌ جي ڪمشنر بارٽل فريئر کي ڄاڻ ڏني هئي ۽ پنهنجي خط ۾ لفظ چوکنڊي استعمال ڪيو هو ان کان پوءِ 1917ع ۾ ٺٽي جي اسسٽنٽ ڪليڪٽر به انهن چوکنڊين بابت انگريز سرڪار کي ڄاڻ ڏني هئي. ڪيترن ٻاهرين مهر جو غالمن سنڌ ۽ بلوچستان ۾ موجود چوکنڊين بابت ڄاڻ ڏني آهي، جن ۾ ايڇ. آر. ٽيوليٽس ايم. اي. ٽني، ڪارٽر ۽ هينري ڪزنس جا نالا ڳڻي سگهجن ٿا. اهڙي نموني ڪيترن مقامي عالمن جو به ڌيان انهن چوکنڊين ڏانهن ويو آهي، جن ۾ خورشيد حسن، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر ڪليم لاشاري وغيره شامل آهن.

سنڌ ۽ بلوچستان ۾ چوکنڊي قسم جي قبرن جا ميڙ ڪيترن قبرستانن ۾ موجود آهن:

(1) مڪلي قبرستان (ٺٽو)، (2) لاکو پير قبرستان (جهرڪ)، (3) حسن سهرياني (بلوچستان)، (4) چوکنڊي (لانڍي)، (5) ڀاواني سرائي (بلوچستان)، (6) ڳوٺ حاجي الهڏنو (ڪراچي)، (7) ڪوڙو جلال (بلوچستان)، (8) لاکو شيخ (ملير، ڪراچي)، (9) پير پٺو (ٺٽو)، (10) خاکو خان بروهي، (11) سونڊا، (12) درس ورايو (13) جنگشاهي، (14) هنيدان (بلوچستان)، (15) شاهه حسين قبرستان وغيره.

**چوکنڊي[2]** (ديهه): ضلعي دادوءَ جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهه ۾ هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چوکنڊي، پريو جوٽيجو، سهراب زرداري، نائچ، علي بخش جوٽيجو، علي پور ۽ رمضان ڪوسو. ڳوٺ چؤکنڊي ۾ 1500 ماڻهو رهندڙ آهن. هتي هڪ پرائمري اسڪول موجود آهي.

**چوکنڊي قبرستان:** چوکنڊيءَ جو قبرستان ڪراچي ضلعي جي اوير ۾ قائدآباد کان 7 ڪلوميٽرن مفاصلي تي ديهه ڪانٽي ۾ نيشنل هاءِ وي جي پرسان دائود شوري ڳوٺ وٽ آهي. ثقافت کاتي طرفان هن قبرستان تي ٻه بورڊ لڳايا ويا آهن، جن تي قبرستان بابت معلومات لکيل آهي. ان مان پتو پوي ٿو ته هيءُ 600 سال پراڻو قبرستان آهي، جنهن جي ايراضي 65 ايڪڙن تائين پکڙيل آهي. هن قبرستان جي باري ۾ مختلف رايا آهن. کن جو چوڻ آهي ته هي قبرستان جوکين جو آهي. ڪي چون ٿا ته ڪلمتين جو آهي. هتي جوکين، بلوچن ۽ شيخن جا نالا مقبرن/ چبوترن تي فارسي زبان ۾ اُڪريل هئا. مقام جو ڪافي حصو ته بلڊر مافيا جي نظر ٿي چڪو آهيءَ ڪيترا قيمتي پٿر چورائجي چڪا آهن، پر ان هوندي به هن مقام جا قتل آثار اڃا تائين موجود آهن. هڪ رايو آهي ته هي قبرستان بلوچ قبيلي جو آهي. هن قبرستان وارن پٿرن بابت به مختلف رايا آهن. کن عالمن جو چوڻ آهي ته اهو هيڊبسرو پٿر مڪليءَ واري ٽڪريءَ جو آهي، جنهن جو سلسلو جنگشاهيءَ سان ملي ٿو کن جو چوڻ آهي ته اهو پٿر بلوچستان جو آهي. بهرحال ڏٺو وڃي ٿو ته مقبرن تي اُڪريل چٽسالي‌ءَ وارو طريقو سيوهڻ، ٺٽي، ميرپور ساڪري، سونڊا، گُجي، ملير، مڪلي، بلوچستان، مڪران ۽ لسٻيلي ۾ موجود تاريخي قبرن جهڙو آهي، جنهن کي ڏسڻ لاءِ سڄي دنيا جا سياح هتي وقت به وقت ايندا رهن ٿا. انهن مستطيل قبرن تي موجود پٿرن تي مردن ۽ عورتن جو نشان اڪيرڻ لاءِ وڏي مهارت کان ڪم ورتو ويو آهي. مردن جي قبرن تي ڍالون، گهوڙا، تلوارون، ڪمان ٻاڻون ۽ عورتن جي قبرن تي پرت جا نمونا ۽ زيورن جون شڪليون ناهيون ويون آهن. سيئي قبرون ترتيب وار طبقن تي مشتمل آهن، پري کان اُٺ سان مشابهت رکن ٿيون،

سروي دوران ڏهاڪو کن قبرون اهڙيون مليون آهن، جن تي ڪلمو طيبہ ۽ قرآني آيتون بہ لکيل نظر اچن ٿيون. 80 قبرن تي نالا بہ درج ٿيل آهن، جن ۾: بيبي سارا ٻائي زوجہ ڄام مهر علي جوکيو (وفات 20 فبروري 936ع)، بيبي حاجاڻي زوجہ ڄام بجار خان جوکيو (وفات جي تاريخ 5 مارچ 929ع)، ڄام بجار خان ولد ڄام مراد علي خان (929ع)، ڄام بجار خان ولد ڄام مراد علي خان (وفات 6 اپريل 933ع)، ڄام مريد بن حاجي، ميراڻ بن ڄام، رادو بن ڄام، دودو بن ڄام، مهر علي، قاسم بن ڄام مريد بن حاجي، سلفا بن ملڪ محمد، علي خان، عزت بن ملڪ سيندل خان، ڪلو بن ملڪ محمد علي خان، ملڪ محمد علي بن ڪلو مبارڪ بن رادو ڪلمتي وغيره ملن ٿا. قديم آثارن واري کاتي جي لڳايل پابندين جي باوجود هن وقت بہ



قبرستان ۾ اضافو ٿي رهيو آهي، ان ڪانسواءِ ڪي. ڊي. اي. جي. اسڪيم شاهہ لطيف ٽائون ۾ آباد ٻين صوبن جا ماڻهو بہ هن قبرستان ۾ پوريا پيا وڃن. جنهنڪري ايندڙ ڏهن سالن ۾ هتي قبرستان جي آبادي حد کان ٽپي ويندي. قبرستان جي سار سنڀال نہ هئڻ جي برابر آهي، جنهنڪري ڪيتريون تاريخي قبرون بربادي‌ءَ جو شڪار آهن. آلودگي‌ءَ جي اثر ڪري هاڻي اڪثر قبرن تان چٽسالي ڳري رهي آهي. پيپلزپارٽي‌ءَ جي گذريل دؤر ۾ چوکنڊي قبرستان جي حد اندر ملير پوليس هيڊ ڪوارٽر قائم ڪيو ويو. جنهن تي چار ديواري ۽ جڳهيون تعمير ٿي چڪيون آهن. اهڙا قبرستان سنڌ ۾ ٻين هنڌن تي بہ ڪيترا آهن، جڏهن تہ بلوچستان جي لسٻيلي واري علائقي ۾ چوکنڊيون گهڻي تعداد ۾ ملن ٿيون.

چوکنڊي قبرستان تي 1920ع کان اڄ تائين ڪيترا ملڪي ۽ غير ملڪي محققن مقالا لکيا آهن، جن ۾ قبرن جي بناوت، نقاشي‌ءَ ۽ مختلف اُڪريل شڪلين جي نمونن تي رائزني ڪيل آهي. ملير جي ماٿري‌ءَ ۾ چوکنڊي طرز جا ٻہ قبرستان آهن، جن مان هڪ کي 'جوکيا چوکنڊي' ۽ ٻئي کي 'بلوچ چوکنڊي' چيو وڃي ٿو جوکيا چوکنڊي ملير شهر کان ساڍا ڇهہ ميل پري قومي شاهراهہ تي رزاق آباد لڳ ڪاهي پاسي واقع آهي. چوکنڊي قبرستان جي الهندي حصي ۾ اعليٰ پٿر جي اڪرتي قبرون ٺهيل آهن، جيڪي اڳاٽي زماني سان تعلق رکن ٿيون. پٿراون تختن تي ماڻهن ۽ جانورن جون تصويرون اُڪريل آهن ۽ پراڻن قبيلن سان تعلق رکن ٿيون. جهڙوڪ: برفت، نومڙيا، ڪلمتي، جکرا، جوکيا، برهمڻ، جت، پليجا ۽ پورا وغيره. زياده تر قبرن جون لکڻيون دفن ٿيل ماڻهن جي سڃاڻپ ڪن ٿيون، جهڙوڪ: ملڪ ڪمالو بن ڪلبي ڪلبو بن مامولي (ڪلمتي) ڏيسر ولد بجار، بجار بن مهر علي (جوکيا) صرف هڪ قبر جنهن تي تاريخ درج آهي. اها يعقوب علي خان پٽ چاڪر پٽ ميرڻ جي آهي، جنهن 1169هہ/ 1755ع ۾ وفات ڪئي هئي. قبرن تي اڪريل نالا ٺيٺ سنڌي آهن. انهن نالن ۾ ڪو بہ ٻاهريون عنصر موجود نہ آهي. اهي نالا جهڙوڪ: مڪڻ، ڪوڙو، پلي ڏنو ملهہ، ورايو ۽ ماڻڪ وغيره اڄ تائين رکيا وڃن ٿا. چوکنڊي جو مطلب آهي چار ٿنڀ، جيڪي قبرن چئني نما گنبذ کي ٽيڪ ڏين ٿا. چوکنڊي جون قبرون پيلي رنگ جي پٿرن مان ٺهيل آهن. قبرن جي سيني تختن تي خوبصورت گل ڦل ۽ شڪليون ٺهيل آهن. ڪن حالتن ۾ هڪ ئي چبوتري تي ٻن کان پنجن تائين قبرون بہ آهن. پير پرهار شيخ فقير جي درگاهہ چوکنڊي قبرستان ۾ هڪ اڱڻ جي اندر چئن قبرن سان گڏ موجود آهي. هن قبر جي مٿان بہ چوکنڊي ٺهيل آهي. هنن قبرن مٿان شڪلين جي بجاءِ ڪلمو طيبہ لکيل آهي. هر سال 8 محرم جي رات کان 9 محرم جي شام تائين عقيدتمند هتي گهڻي تعداد ۾ اچي حاضري ڀريندا ۽ گُل ۽ پڙ وجهندا آهن. هن تربت جي مهاڙي‌ءَ ۾ ڪتبو لکيل آهي، جنهن تي سيد پير پرهار رح اُڪريل آهي. ان جا جوکيا قبيلي جا ماڻهو مجاور آهن، جيڪي ڳوٺ موريو جوکيو، ديهہ ڪانوڙ جا ويٺل آهن. چوکنڊي قبرستان ۾ 9 قبرون اهڙن ماڻهن جون آهن، جن کي آري شيخ چيو وڃي ٿو چون ٿا تہ هي قلات کان آيا هئا ۽ سندن اولاد اڄ بہ لسٻيلي ۾ موجود آهي. مزار سان لڳ ٻي قبر آهي، جيڪا هن جي گهر واري جي چئي وڃي ٿي. ذڪر ڪيل چوکنڊي‌ءَ مان



ڪجھ فوٽين جا نالا نور محمد ولد محمد مبارڪ، سامارو ولد سانوڻ ۽ ساجد بابا ڀڏايا وڃن ٿا. چوکنڊي قبرستان جي الهندي حصي ۾ هڪ چبوتري تي ٺهيل هڪ قبر مائي ڪنڊي‌ءَ جي آهي، جنهن جي ساڄي ۽ کاٻي ٻن ٻارن جون قبرون آهن.

مير علي شير قانع، يوسف ميرڪ، سرچارلس نيپيئر، مرزا قليچ بيگ، علي احمد بروهي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ماسٽر محمد حسين جوکيي، سيٺ نائومل هوتچند، خورشيد حسن، مير طاهر سياني، ناظم حسين، مولائي شيدائي، غلام رسول مهر، علي محمد جوکيي، پروفيسر ايس. پي ڇبلاڻي، ڪليم الله لاشاري، سر جون وليم، ايچ. ٽي. لئمبرڪ، مسٽر فريئر ۽ ڪيپٽن پريڊي سميت ٻين کان مٿي ملڪي ۽ غير ملڪي محققن هن قسم جي پٿرائين چوکنڊي قبرستانن جي باري ۾ تحقيق ڪئي آهي.

1413 کان 1428ع تائين سنڌ ۾ سما خاندان جي حاڪم ڄام فتح خان جي حڪومت هئي، گاديءَ جو هنڌ ٺٽو هو ان دؤر ۾ ميرڻ ڀٽ حاجي جوکيي کي سرڪاري طور ڄام جو لقب ڏيئي جوکيا قبيلي جو سردار مقرر ڪيو ويو هو ٿوري عرصي کانپوءِ ڄام ميرڻ وفات ڪري ويو جنهن کي وڏي اهتمام سان موجوده چوکنڊي قبرستان ۾ دفنايو ويو اهڙيءَ طرح جوکين پنهنجي پهرئين سردار ڄام ميرڻ بن حاجي کي دفنائڻ سان هن قبرستان کي پنهنجي ميتن جي مدفن گاهه طور ڪم آندو هن قبرستان جي خاص ڳالهه هيءَ آهي تہ مقبرن تي پٿر جي تمام سهڻي چٽسالي ٿيل آهي، عورتن جي قبرن تي عورتاڻا زيور ۽ مردن جي قبرن تي گهوڙا ۽ پراڻي وقت ڪم ايندڙ جنگي هٿيار اڪريل آهن، جن کي ڏسندي ئي ڀٽائيءَ جون هي سٽون بي اختيار زبان تي اچي وينديون آهن:

گهوڙن ۽ گهوٽن جيئڻ ٿورا ڏينهڙا،
ڪڏهن قابو منجهہ ڪوٽن، ڪڏهن راهي رڻ جا.

اردو زبان جي هڪ محقق حميد ناظر ڪافي وقت چوکنڊيءَ وارن جوکين متعلق کوجنا ڪندو رهيو هن جوکيا قبيلي جي سردار ڄام مراد علي خان جوکيو صاحب وٽ موجود شجرن جو گهرائيءَ سان مطالعو ڪرڻ کانپوءِ پنهنجي هڪ ڪتاب 'وادي ملير' ۾ لکيو تہ ڄام ميرڻ جوکيي 560 هجريءَ ڌاري سخي ڄام ڏاتار نواب شاهہ عرف جرار جي گهر ۾ جنم ورتو هو جوکيا بنيادي طور سما خاندان جي شاخ آهن، جوکئي کان 8 پيڙهيون پوئتي هي ڀليءَ جو اولاد آهن، واضح رهي تہ اهو ئي ڀلي آهي، جنهن جي اولاد سمن ڄامن 1351ع کان 1520ع تائين سنڌ تي حڪمراني ڪئي، اهوئي سبب آهي جو هي هميشہ سمن ڄامن جي ويجهو رهيا، انهن جي ويجهڙائپ جو ڏس ڏيندي محقق محمد حسن جوکئي لکيو آهي تہ سما ڄامن جي آخري حڪمران شهزادن ڄامن صلاح الدين ۽ ڄام فيروز ۾ اختلاف جڏهن جنگي صورت اختيار ڪري ويا، تڏهن ڄام فيروز جي فوج جو سپهہ سالار دولهہ دريا خان ۽ ڄام صلاح الدين جي فوج جو اڳواڻ حاجي جوکيو هو. دولهہ دريا خان جي ڳڏيل جنگي حڪمت عمليءَ سبب ڄام صلاح الدين ۽ حاجي جوکئي واري لشڪر کي شڪست ڏسڻي پئي ۽ حڪومت بدستور ڄام فيروز جي رهي، تان جو ارغونن سنڌ تي قبضو ڪيو، ساڳي ڪشمڪش واري صورتحال جي باري ۾ پروفيسر غلام محمد لاکو لکي ٿو تہ ڄام صلاح الدين ۽ ڄام فيروز پاڻ ۾ ٺهي وڃن ها، پر بدقسمتيءَ سان حاجيءَ ان ناهہ ۾ رنڊڪ پيدا ڪري ڇڏي هئي.

ارباب غلام رحيم جي دؤر ۾ چوکنڊي قبرستان ۽ ان جي زمين بچائڻ لاءِ هلايل تحريڪ ۾ سيد خدا ڏنو شاهہ، حاجي شفيع محمد ڄاموٽ، اڳوڻي صوبائي وزير حڪيم بلوچ، بن قاسم ٽائون جي ناظم جان عالم، ڄاموٽ اختر عارفاڻي، مجاهد جوکيي ۽ ٻين ملير جي معززن عملي جدوجهد ڪئي.

**چؤگان:** هي آذربائيجان (روس) جي مخصوص راند آهي. هيءَ ران ڏيڍ گز ڊگهي مُڙيل لٺ سان کيڏبي آهي ۽ تيز ٽڪائيندڙ راند آهي. هن راند ۾ رانديگر بال کي ڏَڪ هڻندا آهن ۽ مخالف گول طرف گهوڙا ڊوڙائيندا آهن. جڏهن تہ طاقتور ۽ اعليٰ نسل جا گهوڙا تيز رفتاريءَ سان راند ۾ جان وجهندا آهن. هيءَ راند 30 منٽن جي آهي. وچ ۾ 15 منٽن جو وقفو ٿيندو آهي. گهوڙا تيز ۽ سُٺي نسل جا نہ هوندا تہ راند جو وقت گهٽ ڪيو ويندو آهي.

چوگان لفظ شاهہ جي رسالي ۾ بہ ڪم آندل آهي.

'ڇاري چوگانن جا، واهيت ڪن وزير'

**چوگلو** (رلہءَ جي ٽُڪ): سنڌ ۾ ٺهندڙ رنگين رلين مان هڪ نموني جو نالو چوگلو آهي. هيءَ ٽڪ، گُلاب جي گُل جي نموني تي ٽُڪي وچي ٿي. هن جي هڪ ٿي چنبي ۾ چار گل برابر ۾ ٽڪيل هوندا آهن ۽ وچ ۾ سنهيءَ ٽاريءَ جو ڏيک گلن جي مٿان ننڍڙن پوپٽن ۽ ڪارن پئونرن جي ٽڪ ٽُڪي گلن سان اهڙو ڇهٽايو ويندو آهي، جو ڏسندڙن کي هيءَ رلي ڏاڍي سهڻي لڳندي آهي.

**چولستان:** چولستان، اڳوڻي رياست بهاولپور جا ٽي ضلعا، رحيم يار خان، بهاول نگر ۽ رحيم يار خان تي مشتمل هڪ وسيع صحرائي علائقو آهي، جيڪو آباد علائقي جي ڏکڻ ۾ ٿارت جي بيڪانير ۽ جيسلمير جي صحرائن جي اتر ۽ سنڌ جي ٿر جي اتر- اوڀر ۾ واقع آهي. هتان جي آبهوا شديد گرم آهي. گرميءَ جي موسم ۾ گرميءَ جو درجو 125 درجا بہ ٿي ويندو آهي. هتي واريءَ جا وڏا وڏا دڙا آهن، جيڪي ڪيترن هنڌن تي 500 فوٽن جي بلنديءَ تائين پهچن ٿا. برسات جي سالياني نسبت 4 کان 7 انچن تائين آهي. هتي جي آبادي گهڻو ڪري مالوند آهن، جن کي جتوال ۽ روهيلا چون ٿا. آباديءَ جو ڪاروبار اڪثر رڍون، ٻڪريون ۽ اٺ پالڻ آهي. هتي تعليم جي شرح گهٽ آهي. قديم وقت ۾ هن علائقي کي هاڪڙو درياهہ سيراب ڪندو هو محققن جو خيال آهي تہ چولستان لفظ ترڪي ٻوليءَ جي لفظ 'چول' يعني ريگستان مان جُڙيو آهي. چولستان ۾ هر پاسي واريءَ جا دڙا پکڙيل آهن، جنهنڪري هن علائقي کي 'روهي' بہ چيو وڃي ٿو. عوامي ۽ صوفي شاعر خواجہ غلام فريد جي هيٺين شعرن مان روهيءَ جا زميني منظر (Landscapes) پَسي سگهجن ٿا:

- ٿل مارو دا پينڊا سارا، ٿيسم هڪ پلهانگ.
- اِٿ دردمندان دي ديرِي، جِت ڪِرڙ ڪَنڊا، ٻُوئِي ڊِيراي.
- 'روهي' مست رنگيلڙي، ميرا يار مِلا دي!

دلدار ملا دي!
هڪ وار ملا دي!

چولستان يا روهيءَ جو هي وسيع صحرا ڪڏهن انتهائي سرسبز خطن ۾ شمار ٿيندو هو هتان وهندڙ هاڪڙي درياهہ جي ڪناري تي ڪيترا ڳوٺ ۽ شهر آباد هئا، پر جڏهن هاڪڙي پنهنجو رخ تبديل ڪيو تہ هتان جون آباديون ويرانين ۾ تبديل ٿي ويون، جن جا آثار اڄ بہ سڄي خطي ۾ پکڙيل آهن. قديم آثارن جي ماهرن هتي اهڙا آثار ڳولي لڌا آهن، جيڪي ان دور جي تاريخ ٻڌائين



ڪوٽ دراوڙ جو هڪ ڏيک

ٿا، جن ۾ ڪوٽ دراوڙ بہ هڪ اهم تاريخي ماڳ آهي. 1920ع ۾ جڏهن ستلج ويلي پراجيڪٽ شروع ٿيو تہ چولستان ۾ 450 ميل ڊگهيون نهريون کوٽيون

ويون، پر انهن نهرن تائين پاڻي پهچي نه سگهيو ۽ اُهي بند ڪيون ويون. 1946ع ۾ هتي پاڻيءَ جي پهچ وارو مسئلو حل ڪرڻ لاءِ اهڙن هنڌن تي تلاءَ ٺاهڻ جي رٿا جوڙي وئي، جتي پاڻي مٺو موجود هو ۽ جتان نهرون گذرنديون هيون. انهن ڍنڍن ۾ برسات وغيره جو پاڻي جمع ڪيو ويندو هو. 1976ع ۾ هڪ خودمختيار ادارو 'چولستان ڊيولپمينٽ اٿارٽي' جوڙيو ويو ۽ نين نهرن جي کوٽائي ڪئي وئي ۽ ٽيوب ويل لڳايا ويا.

هتان جي ماڻهن جي اڪثريتي ٻولي سرائيڪي آهي، پر هتي آباد بالميڪي هندو مارواڙي زبان به ڳالهائيندا آهن. جن کي مارڙيچا سڏيو ويندو آهي، انهن مارڙيچن مان موهن ڀڳت نالي راڳي تمام گهڻو مشهور آهي. سرائيڪي ٻوليءَ ۾ 'روهي' نالي سان هڪ ٽي. وي چئنل به جاري آهي.

هتي جي مالوند مارن جو مکيه ڌنڌو مال چارڻ، پالڻ ۽ اُن جي اپت حاصل ڪرڻ آهي. رڍن جي اُنَ مان ڪيتريون شيون جوڙيون وڃن ٿيون، جن ۾ گِندِي (بيڊ شيٽ) خاص قسم جي مقامي هنر جو نمونو آهي. هتي اُٺ جي مِلس ۽ ٻڪرين جي ڏاس مان به ڪيتريون شيون تيار ڪيون وڃن ٿيون. ان کان سواءِ هتي ٺڪر جي ٿانون ۾ گگهيون، ڪُپا، پيالا وغيره ٺهن ٿا.

هتان جي زمين ۽ وارياسي ماحول جي باوجود ڪي حصا سرسبز آهن. هتان جا ماڻهو رنگين ڪپڙا پائين ٿا. عورتون ڳهن جون شوقين آهن، جن ۾ نٿ، ڪنتمال، هار، رِمجهول، ٻانهيون، ڪنگڻ، سون ۽ چانديءَ جون منڊيون، ٻيڙا، چوڙيون، واليون ۽ ڦُلڙيون (پوپا) وغيره شامل آهن.

**چولو:** زناني پهراڻ. ويڪري قميص. زناني ڪُڙتي کي چئبو آهي. فقيرن جي ڪفني به چولو سڏبي آهي. بزرگن ۽ ولين وغيره جي وفات کي 'چولو مٽائڻ' به چئبو آهي.

**چولو منهنجو چڪ ۾** (ڪتاب): هي ڪتاب مشهور شاعر هري دلگير جي آتم ڪٿا جو پهريون حصو آهي. هري دلگير 5 جون 1916ع ۾ لاڙڪاڻي شهر ۾ جنم ورتو. هن ورهاڱي بعد يارهن سال سنڌ ۾ گذاريا. ان بعد هن هندستان جا وڻ وڃي وسايا. هن آتم ڪٿا ۾ سندس سنڌ ۾ گذاريل اوائلي زندگيءَ جي احوال سان گڏ هندستان ۾ وڃي آباد ٿيڻ وارين حالتن جو ذڪر آهي. ڊيمي سائيز جي 87 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي، جيڪو سنڌ ٽائيمس پبليڪيشن الهاس نگر 1987ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.




**چولياڻي روپلو:** نوجوان قومپرست اڳواڻ عبدالجبار عرف روپلو چولياڻي، ڳوٺ شمون خان چولياڻيءَ (تعلقي وارهه، ضلعي قبر شهدادڪوٽ) ۾، عبدالستار چولياڻيءَ جي گهر ۾، 01 سيپٽمبر 1975ع تي ڄائو. هن ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول گل ٻرڙي مان حاصل ڪري، گورنمينٽ هاءِ اسڪول



وارهه مان مئٽرڪ ڪئي. انٽر گورنمينٽ ڊگري ڪاليج نصيرآباد مان ڪيائين. 1993ع ۾ سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان سوشل ورڪ ۾ داخلا ورتائين. اسڪول جي زماني ۾ لطيف سنگت جي پليٽفارم تان شاگرد سياست جي شروعات ڪيائين ۽ اڳتي هلي ان جو مرڪزي اڳواڻ ٿيو. ان کان پوءِ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن، سنڌ يونيورسٽيءَ جو آرگنائيزر، جنرل سيڪريٽري ۽ صدر ۽ بعد ۾ مرڪزي نائب صدر ٿيو ۽ 9-2008ع دوران مرڪزي صدر رهيو. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ جيئي سنڌ قومي محاذ جي جيئمسٽ ڪائونسل جو ميمبر به رهيو. هن جو واسطو 'جيئي سنڌ قومي محاذ' (آريسر) سان هو ۽ آخري ڏهاڙن ۾، 2010ع کان جيئي سنڌ متحده محاذ ۾ شامل ٿيو ۽ هن تنظيم جو مرڪزي ماليات سيڪريٽري ۽ مرڪزي جنرل سيڪريٽري به رهيو. روپلو ڪيترو وقت جيل ۾ به رهيو. هو جوشيلو ورڪر ۽ 'فڪر جي. ايم. سيد' جو سچو پرچارڪ هو. هن جي خاندان ۾ سخي ستار ڏنو چولياڻي هڪ بهادر شخص ٿي گذريو آهي، جنهن مدد خان پٺاڻ سان وڙهندي شهادت ماڻي هئي. هن خاندان، انگريزن سان به چوٽون کاڌيون. روپلي جي ڏاڏي شمون خان انگريزن خلاف متحرڪ ڪردار ادا ڪيو.

روپلو چولياڻي، شاديءَ جي سترهين ڏينهن گرفتار ٿيو. هن 14 مهينا جيل ڪاٽيو. هڪ ڀيرو سنڌ يونيورسٽي انتظاميا ڪيس رسٽيڪيٽ به ڪيو. 21 اپريل 2011ع تي ڪپري ويجهو جيئي سنڌ متحده محاذ جي سينئر وائيس چيئرمئن سرائي قربان کهاوڙ ۽ ٻين ساٿين سان گڏ کن ڄڃهين قوتن ڪيس بيدرديءَ سان شهيد ڪيو. ڪيس وصيت موجب جي. ايم. سيد جي پيرانديءَ، سن واري قبرستان ۾ دفنايو ويو.

**چولي ۾ چٽنگ** (ڪتاب): هي ڪتاب نامور استاد ۽ شاعر خادم سنڌيءَ جي شاعريءَ جو پهريون مجموعو آهي، جيڪو سندس وفات کان پوءِ، سنڌي ادبي سنگت، خيرپور ميرس ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڪتاب جو ٽائيٽل مصور 'قيوم منگيءَ' جو ٺهيل آهي. استاد خادم سنڌي، اقتصاديات جو پروفيسر هو. هن سماج جي باشعور فرد جي حيثيت ۾ انقلابي شاعري ڪئي، جنهن ۾ پورهيتن تي ٿيندڙ ظلم ۽ ڏاڍ خلاف آواز آهي. ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ خادم سنڌيءَ بابت لکيو آهي ته، "هي انهن اديبن ۽ شاعرن مان هو جيڪي بک ڏک، غربت ۽ بيماريءَ کان سواءِ سماجي سختين باوجود برابر لکندا رهندا آهن. خادم اول کان آخر تائين اهو لکيو جيڪو عوام جي دلين جي ڳالهه هئي. هو پيڙيل ماڻهن جو عيوضي ۽ سچ جو ساٿاري شاعر هو. ڊيمي سائيز جي 48 صفحن جي هن مختصر مجموعي ۾ مرحوم خادمِ سنڌيءَ جا نظم، آزاد نظم، غزل، ڪافيون ۽ بيت شامل آهن. اپريل 1986ع ۾ ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 5 روپيا آهي.



**چوُماسو** [1]: چئن مهينن (اپريل، مئي، جون ۽ جولاءِ) ۾ لڳندڙ هوائن کي 'چوماسو' (Moonsoon) چوندا آهن. هي مهينا سنڌ ۾ برسات پوڻ جا هوندا آهن. چوماسي جي هوائن کي 'تجارتي هوائون' به چيو ويندو هو ڇاڪاڻ ته انهن مهينن ۾ سوداگرن جا ٻيڙا سامونڊي سفر لاءِ هاڪاربا هئا ۽ وري جڏهن اتر جو واءُ لڳندو هو ته ٻيڙا موٽ ڪائيندا هئا.

**چوُماسو** [2] (لوڪ گيت): چوُماسو ٿر جو عام مقبول گيت آهي. سانوڻ جي مند ۾ هڪجيڏيون سرتيون گڏجي 'چوماسو' گيت ڳائينديون آهن. چوماسي/ برساتي ڏينهن ۾ ڏورانهين پنڌ تي پرڻيل ڇوڪرين جي من ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ، مائٽن ۽ سرتين لاءِ اڪير ۽ ساڻن اباڻي ڳوٺ وڃي ملڻ جي تمنا، هن گيت جو مرڪزي مضمون آهي. هن گيت ۾ چوماسي جي مند ۾ پرچي ايندڙ ڪارن ڪڪرن، ڪنوڻين ۽ ڳوڙين کي ڏسي پرڻايل ڇوڪري، وطن، مائٽن ۽ سهيلين کي ياد ڪري ٿي. آخرڪار ڪيس پاءُ وٺڻ لاءِ اچي ٿو جنهن سان گڏجي پنهنجي اباڻي ڳوٺ اچي ٿي. واٽ تي مينهن وسي ٿو جنهنڪري سندس ڪپڙا پسي وڃن ٿا. ڳوٺ جي ٻاهران هوءَ پنهنجي پيءُ ۽ پيٽوئي کي ڏسي ٿي، جي ٻنيءَ ۾ هر پيا ڏين ۽ ٻج پيا ڇٽين. ڳوٺ ۾ اچي پنهنجن مائٽن ۽ سهيلين سان ملي، وسڪاري جي خوشي ملهائي ٿي. يا وري جڏهن پاءُ پيڻ کي وٺڻ لاءِ اچي ٿو تڏهن هوءَ پاءُ لاءِ پانت پانت جا طعام تيار ڪري ٿي. سالو پيٽيوو گڏجي ماني ڪائين ٿا. ماني ڪائيندي سالو پيٽيوي کان پنهنجي پيڻ جي موڪل گهري ٿو پيٽيوو لاچاري ڏيکاريندي چوي ٿو ته تنهنجي پيڻ جي وڃڻ کان پوءِ مون کي ڪير پتو (ٻنيءَ تي ماني) آڻي ڏيندو، اٽي پيهڻ ۽ ڏڏ ولوڙڻ جو ڪم ڪير ڪندو؟ منهنجي جوان پيڻ جهرڪيءَ مثل آهي، جا اڄ پرڻجي يا سڀاڻي، ماءُ ٻيڙي اٿر، جا اڄ مري يا سڀاڻي مري. اهو رکو جواب ٻڌي ڀو اٿي اٿ پلاڻي وڃڻ لاءِ تيار ٿئي ٿو تڏهن پيڻ کيس پنهنجون تڪليفون ٻڌائي تاڪيد ڪري ٿي ته مائٽن سان اهو ذڪر نه ڪج، نه ته ڪين ڏک ٿيندو. هن گيت جون ٿر ۾ ڪيتريون روايتون موجود آهن:

وراڻي:

اونڌو گجي گاج، گهوري جائون،
ورسارو آيو ڏيس!
گهوري جان، چوماسو آيو ڏيس!

[گوڙيون گجن پيون، گهور ٿيان، منهنجي ڏيهه ۾ وسڪارو ٿيو آهي، گهورجي وڃان جو منهنجي ديس ۾ چوماسو آيو آهي.]

پريوڙو ڏاڏاڻي رو ڏيس،
ورسي پريا ٽوبا ٽوپڙين!
ورسارو آيو ڏيس!

[منهنجو ڏاڏاڻو ڏيهه وڏو آهي، ٽوبا ۽ ترايون تار ٿي ويون آهن. ڏيهه ۾ وسڪارو ٿيو آهي.]

ڏيٺا ٻائي نان تيڙوجا،
اونڌو منڌي ويرا گاسيڙو،
ورسارو آيو ڏيس!

[پيڻ کي وٺي اچڻ لاءِ اي وڏا پاءُ (اُت جو) گاشيو تيار ڪج، ڏيهه ۾ وسڪارو ٿيو آهي.]

اونڌين ڪوين ڪنوڻين ري گهوري،
جهرمر برسين مينهن،
ورسارو آيو ڏيس!

[گهور وڃان، پري کان ڪنوڻيون تجلا پيون ڪن ۽ مينهن به پيو وسي. ڏيهه ۾ وسڪارو ٿيو آهي.]

پيبجي ڪرهلئي ري مهار،
پنيو مانهنجي ويري رو مورهيڙو،
گهوري جان چوماسو آيو ڏيس!

[برسات ۾ ڪرهي جي مهار ۽ منهنجي پاءُ جو ڳاڙهو پٽڪو پڄي پاڻي ٿي پيو آهي. ڏيهه ۾ چوماسو وريو آهي.]

پيبجي هر ڪيڙيتي رو باجهرو،
پيبجي ڏيٺا ٻائي رو هار،
ورسارو آيو ڏيس!

[هرڪاهيندڙ جي ٻاجهريءَ جي پوک ۽ منهنجي پيڻ جو هار به پُسي پيو آهي. ڏيهه ۾ مينهن پيو آهي.]

**چُونارو/ چُوناري:** چونارو رازڪي ڪم جو هڪ اوزار آهي، جيڪو راڄي ۽ ليپي کي هڪ ساريڪو ڪرڻ لاءِ ڪم ايندو آهي. چونارو ڪجهه وڏو ٿيندو آهي، جڏهن ته ننڍي اوزار کي 'چوناري' چوندا آهن.

**چونڊ آمريڪي افسانا** (ڪتاب): هي انگريزي افسانن جي سنڌي ترجمن تي مشتمل ڪتاب ناميارو ليڪڪ، ڪهاڻيڪار سراج الحق ميمڻ جو ترجمو ڪيل آهي. ڪرائون سائيز جي 256 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت ٽي روپيا اٺ آنا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سال 1958ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو.

**چونڊا واءُ:** ضلعي ميرپورخاص جي تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

روپو مالي، فقير عبدالله، چيلهه ۽ اوطاق چوڌري شاهه محمد.

**چونڊ حديثون** (ڪتاب): مختلف موضوعن جي چونڊ ٽن سؤ حديثن جي ترجمي تي مشتمل هيءُ ڪتاب صبغت الله ڀٽي ۽ علي نواز ٻڌاڻ تيار ڪيو آهي. هن ڪتاب جو ڇوٿون ڇاپو، فيبروري 2007ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور شايع ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ موجود حديثون ٽن ڪتابن: (1) 'راهِ عمل'، (2) 'زادِ راهه' ۽ (3) 'انتخاب حديث' مان ورتيون ويون آهن. ڪتاب جو ترجمو آسان ۽ سليس پيرايي ۾ ٿيل آهي. ڪتاب ۾ ايمان، اخلاق، دين جي تبليغ، انسانن جي حقن، نيڪي بديءَ بابت مختلف باب ڏنا ويا آهن. رنگين ۽ پڪي ٽائٽل سان 251 صفحن تي مشمتل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا آهي.

**چونڊ سنڌي ڪلام ۽ ڏوهيڙا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي ڪلاسيڪي ۽ جديد شاعرن جي چونڊ ڏوهيڙن ۽ ڪلامن تي مشتمل هي ڪتاب نامور ليکڪا پارو چاولا جو ترتيب ڏنل آهي. ڪرائون سائيز ۾ آرٽ

پني تي ڇپيل هن 149 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي قيمت چاليهه رپيا آهي. هيءُ ڪتاب پارو ٺاڪرچاولا، مهيم، بمبئيءَ مان ڇپرائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي مهاڳ ۾، پوپٽي هيراننداڻيءَ لکيو آهي ته، ”پارو چاولا هن ڪتاب ۾ جهجها ڏوهيڙا ميسر ڪري ڏنا آهن ۽ انهن جي ترتيب اهڙي رٿي آهي، جو هر هڪ صفحي تي هڪ خاص ۽ مخصوص موضوع تي ئي ڏوهيڙن جو نمونو ڏنل آهي. ڏوهيڙن جي سامهون ان ئي وشيہ (موضوع) تي ڪلام به ڏنو ويو آهي.

**چونڊ سنڌي ڪهاڻيون** (ڪتاب: ٽي ڀاڱا): ساهتيہ اڪادمي نئين دهليءَ پاران ’چونڊ سنڌي ڪهاڻيون‘ عنوان هيٺ ٽي ڀاڱا، مختلف سنڌي ليکڪن کان ترتيب ڏيارائي، ڇپرايا ويا هئا. پهريون ڀاڱو گوبند مالهي ۽ ريجهه سنگهاڻي تيار ڪيو هو. ٻيو ڀاڱو ڪرشن کٽواڻي، گني سامتاڻي ۽ هريش واسواڻي تيار ڪيو هو ۽ ٽيون ڀاڱو پريم پرڪاش جو ترتيب ڏنل آهي. پهريون ۽ ٻيو ڀاڱو ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل آهن. جن ۾ ترتيبوار 290 ۽ 306 صفحا آهن ۽ هرهڪ جي قيمت 3 ۽ 15 روپيا آهي، جڏهن ته ٽيون ڀاڱو ڊيمي سائيز ۾، 1993ع ۾ ڇپيو هو جيڪو 248 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي قيمت 10 روپيا آهي. هي ٽئي ڀاڱا سنڌي ادب ۾ اهم جڳهه والارين ٿا.

**چونڊ سنڌي لوڪ ڪهاڻيون** (ڪتاب): سنڌي لوڪ ڪهاڻين تي مشتمل هن ڪتاب جو مرتب محمد صالح ڪهڙو آهي. هن ڪتاب ۾ مختلف ڪهاڻيون شامل آهن. ڪتاب کي 12 بابن ۾ ورهايو ويو آهي.




پهرين باب ۾ بادشاهن جون ڪهاڻيون، ٻئي بابت ۾ راڻين، ٽئين ۾ شهزادن، چوٿين ۾ وزيرن، پنجين ۾ سوداگرن، ڇهين ۾ عقلمندن، ستين ۾ نصيحت واريون آکاڻيون، اٺين ۾ چالاڪين، نائين ۾ بخت ۽ ڀاڳ وارن جون ڪهاڻيون، ڏهين ۾ ٺڳن جون ڪهاڻيون، يارهين ۾ بيوقوفن ۽ ٻارهين باب ۾ پکين ۽ جانورن جون ڪهاڻيون شامل آهن. هن ڪتاب جو انتساب سنڌي جي ناليواري محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نالي ڪيو ويو آهي. هي ڪتاب سنڌي لوڪ ڪهاڻين جي حوالي سان ڪافي اهميت جو حامل آهي. 256 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن پڪي جلد واري ڪتاب جي قيمت 180 روپيا آهي، جنهن کي روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري، 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**چونڊ سنڌي مضمون ۽ مقالا** (ڪتاب): سنڌ يونيورسٽيءَ جي، سنڌي شعبي جي بورڊ آف اسٽڊيز جي ميمبرن جو ترتيب ڏنل، مختلف موضوعن جي مضمونن ۽ مقالن جو مجموعو آهي. تعارفي مضمون ’سنڌ جا سورهيہ‘ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي ۽ مهاڳ عبدالستار جوڻيجي جو لکيل آهي. هيءُ ڪتاب 1980ع ۾ شايع ٿيو.

**چونڊ سنڌي نثر ۽ نظم** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ميلارام منگترام واسواڻيءَ جو ترتيب ڏنل آهي، جنهن ۾ سنڌ جي ناميارن اديبن ۽ شاعرن جو ڪلام ۽ نثري مضمون ڏنا ويا آهن. ڊيمي سائيز واري ڪتاب ۾ 130 صفحا آهن ۽ هن ڪتاب جي قيمت هڪ روپيو چاڻايل آهي. سندر ساهتيہ آفيس، هندستان پرنٽنگ پريس ڪراچيءَ مان سال 1945ع ۾ ڇپايو.

**چونڊ سنڌي نثر ۽ نظم** (ڪتاب: ڀاڱو ٽيون: فرهنگ ساڻ): هي ڪتاب تعليم کاتي سنڌ جو درسي ڪتاب طور منظور ٿيل آهي، جيڪو انگريزي ڇهين درجي لاءِ شمس العلماءَ ڊاڪٽر عمر بن دائودپوٽي جو لکيل آهي. هن ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ 25 مضمون آهن، جن ۾: سوکڙي (ڪتاب) جو ديباچو مقالات الحڪمت جو ديباچو، سنڌ جا مسلمان، خيام جا خيال، شاهه جو شعر، سچل فقير، سنڌ جي ادبي تاريخ، برٽن صاحب جي سنڌي، ساهت جي سرسري نظر، سنڌ جون اڳوڻيون روايتون، گنجي ٽڪر جو سير ۽ ٻيا مضمون شامل آهن. جڏهن ته شاعريءَ ۾ شاهه لطيف، سچل، مخدوم هاشم ٺٽوي، مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، پائي آسرداس، رمضان ڪنير، محمد صديق مسافر، ليکراج ڪشنچند عزيز، هري دلگير ۽ حيدر بخش جتوئي وغيره جي شاعري ڏنل آهي. ان ڪانسواءِ ٽيهارو صفحن تي مشتمل فرهنگ يعني لغت به ڏنل آهي. ڪرائون سائيز جي 164 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 1960ع، 1961ع ڌاري سنڌي ادبي سوسائٽيءَ ڪراچي پاران محمد يوسف اينڊ برادرس پبلشرز، شاهي بازار حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت ڏيڍ روپيو آهي.




**چونڊڪو** (ديهه): ضلعي خيرپور جي تعلقي ساماري ۾ موجود هڪ ديهه، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

چونڊڪو، خاوند ڏنو مير بحر، مير خان پنهور، موزل شاهه، منل پنهيار، قائم خان پنهور، پليڏنو پنهور، ڪمن خان پنهور، واحد بخش پنهور، ارباب علي شاهه، ننگر فقير، رب نواز وساڻ، لال بخش پنهور، راهب شيخ ۽ ميهر ملاح. ڳوٺ چونڊڪي جي آبادي 3000 کان مٿي آهي. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ جدا جدا پرائمري اسڪول موجود آهن ۽ هتي گيهه جو واپار گهڻو ٿيندو آهي.

**چونڊ مضمون** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ شاگردن کي مضمون جي صنف کان آگاهه ڪرڻ لاءِ مختلف موضوعن تي چونڊ مضمون ڏنا ويا آهن، جيڪي اسد بيگ ’قليچ‘ مرزا ۽ گرمکداس ايس. ننگراڻيءَ جا گڏ ڪيل آهن. هي ڪتاب راما بوڪ ڊيپو، هيرآباد، حيدرآباد پاران آڪٽوبر 1938ع ۾ ڇپايا ويا. هن ڪتاب ۾ روچيرام، گنگارام سڌاڻي، لعل چند، امرڏني مل



جڳتياڻي، پروفيسر ايل. ڊي. کيسواڻي، پرمانند ايل. سدارنگاڻي، پريتم داس رامناڻي، ٺهلرام آسودي مل، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، منوهر داس ڪوڙي مل ڪلناڻي، مرزا قليچ بيگ، ڪلياڻ آڏواڻي، پروفيسر هاسانند جادوگن موتيرام ميرچنداڻي، شيوارام ياڳچند، ايم. آر. عباسي، تاراچند روچيرام، افضل بيگ قليچ بيگ مرزا ۽ ٻين جا مضمون ڏنا ويا آهن. ڪرائون سائيز جي 172 صفحن جي هن ڪتاب جو مهاڳ لعل چند اجواڻيءَ لکيو آهي.

**چونڊ ملفوظات غوث الحق حضرت مخدوم نوح ؒ هالائي (ڪتاب)**: برصغير جي نامياري بزرگ، عالم دين، قرآن پاڪ جي پهرئين فارسي مترجم ۽ اوائلي سنڌي بيت جي شاعر حضرت مخدوم نوح ؒ جي هن چونڊ ملفوظات جو سهيڙيندڙ قاضي محمد شوڪت علي قريشي آهي. ڪرائون سائيزجي پڪي جلد واري هن 310 صفحن واري هن ڪتاب ۾ ڪل ٽي حصا آهن. پهرين حصي ۾ حضرت مخدوم نوح ؒ جي سوانح عمري، ٻئي حصي ۾ چونڊ ملفوظات ۽ ٽئين حصي ۾ مخدوم نوح ؒ جا قرآن جا خواص، وظائف ۽ ذڪر جا فضائل ۽ سندس سنڌي بيت ڏنا ويا آهن. مخدوم نوح ؒ جي هيءَ پهرين ملفوظات 1999ع ۾، اداره وڪتبخانه قاضي غلام محمد قريشي، هالا پراڻا پاران شايع ٿي آهي.

**چؤنڙا/ رانهان** (Cow Peas): سنڌ ۾ چونڙن/ رانهن جو هي فصل خريف جي مند ۾ ٿيندو آهي. هن فصل کي واڌ لاءِ گرم موسم جي ضرورت پوي ٿي. چؤنڙا/ رانهان برصغير جو فصل آهن، جتان دنيا جي ٻين ملڪن ڏانهن پکڙيو. چؤنڙا آفريڪا ۽ چين ۾ پڻ پوکيا وڃن ٿا.انهن ملڪن کان سواءِ اتر ايشيا ۽ يورپ ۾ به هن فصل جي پوکائي ڪئي وڃي ٿي. چؤنڙا



خريف جي دالين مان هڪ مکيه فصل آهي. هيءَ فصل بهار جي موسم ۾ پوکبو آهي. هن فصل جون سايون ڦريون 45 کان 50 ڏينهن ۾ تيار ٿي وينديون آهن. چؤنڙا لحميات (Protein) سان ڀرپور ٿين ٿا.

**چَؤنرو (گهر)**: ککن، ڪانن مان ٺهيل گول گهر جيڪو عام طور ٿر جي علائقي ۾ رهائش لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. هن اڏاوت ۾ ڪاٺ جو استعمال گهٽ ٿيندو آهي.



چؤنرو اڳي ڪپ، ٻوهن ۽ سڻ جي گاهه ۽ ٻائوريءَ ڪونپن، اکن، روهيڙن ۽ ٻين وڻن جي ٽارين سان ٺاهيو ويندو آهي. ٿر ۾ ڪچين سرن جي گول پيڙهه ٺاهي اُن تي چؤنرو اڏيو ويندو آهي، نه ته گهڻو ڪري چؤنري جي پيڙهه ڪائين جي جوڙي ويندي آهي.

- هن نالي سان ضلعي سانگهڙ جي تعلقي کپري ۾ هڪ ديهه به موجود آهي جنهن ۾ قاضي شمس الدين، حاجي قديرالدين، ياسين خان، خدا بخش راڄڙ ۽ پريو راڄڙ ڳوٺ شامل آهن.

**چؤنري**: چونري ننڍيءَ گهاگهر جي نموني جو جست يا ڌاتوءَ مان ٺهيل ٿانءُ هوندو آهي، جيڪو اڪثر مينهن، ڳئن ۽ ٻڪرين وغيره جي ڏهڻ ۽ کير رکڻ لاءِ ڪم آندو ويندو آهي. هندن ۾ رسم آهي ته شاديءَ/ ويڏيءَ وقت گهوٽ ۽ ڪنوار چؤنريءَ چڙهندا آهن. يعني چؤنريءَ جا ڦيرا ڏيندا آهن. پوءِ ئي شادي مڪمل ٿيندي آهي. چؤنريءَ دوران گهوٽ ڪنوار جو هٿ پاڻ ۾ ملائي، ڦيرا ڏياربا آهن. ڪي هندو ست ڦيرا ڪائين ته ڪي وري چار ڦيرا



چونري/ ڦيرا

ڪائيندا آهن. ٽي ڦيرا پهرين ڪنوار ۽ پويان گهوٽ هلندو ۽ چوٿين ڦيري تي گهوٽ اڳيان ۽ ڪنوار پٺيان هلندي آهي. ان ڦيرن ڪائڻ واري جاءِ کي به 'چؤنري' چوندا آهن. چؤنري اٽڪل 10 فوٽ چورس ٺاهبي آهي. چورس جي ڪنڊ تي 5، 7 يا 9 ٿانو هڪ ٻئي مٿان، پهرين وڏو ۽ پوءِ ترتيبوار ننڍا رکي، انهن جي وچان ڦيرا پائبا آهن. برهمڻ يا گُرُو وچ ۾ ٺورڙي هلڪي باهه ٻاري، اُن ۾ ڪنڊيءَ يا انب جون سنهيون ڪائيون وجهندو آهي ۽ اُن مٿان نج گيهه وجهي منتر اچاريندو ويندو آهي، جنهن ۾ دعائيه لفظ هوندا آهن. ان موقعي تي عورتون چؤنريءَ جا گيت به ڳائينديون رهنديون آهن. نموني طور چؤنريءَ جو هڪ گيت هيٺ ڏجي ٿو:

چانهري پاڪين پهلو ڦيرو،
هانجي ري مانري ڏيئڙلي ڪنواري.
[چونري پويان پهريون ڦيرو، منهنجي ڌيءَ اجا ڪنواري آهي.]
چانهري پاڪين ٻيجو ڦيرو،
هانجي ري ڪاڪان ري ڀاتريجي ڪنواري.
[چونري پويان ٻيو ڦيرو، چاچي جي ڀائٽي اجا ڪنواري آهي.]
چانهري پاڪين ٽيجو ڦيرو،
هانجي ري مامي ري ڀاڻيجي ڪنواري.
[چونري پويان ٽيون ڦيرو، مامي جي ڀاڻيجي اجا ڪنواري آهي.]
چونري پاڪين چوٿون ڦيرو،

هانجي ري ڏيٺا ٻاٽي هوئي ٻرائي.

[چونري پويان چوٽون ڦيرو منهنجي ڏيٺڙي ٻرائي لٿي وئي.]

هي گيت ڳائجڻ کان پوءِ ڪنوار گهوٽ جي حوالي ٿيندي آهي آخر ۾ پنڊت منتر پڙهندو آهي.

**چوُنڪ**: هڪ جنس جي چٽڻ شين جي ميڙ کي چونڪ چيو ويندو آهي. دن دري يا ڪٻٽ وغيره جي فريم کي به چونڪ چئبو آهي. اهڙيءَ ريت جسم جي ٻن ڦٽين، پنن ۽ ڪنڌ جي وچ واري سنڌ/ چوراهي کي به چونڪ سڏبو آهي.

**چونڪڙي**: چئن جڻن جي ڪچهريءَ کي 'چونڪڙي' چئبو آهي. ان کان سواءِ آباديءَ لائق اهڙي زمين جي مقرر ايراضي (جنهن ۾ چار ايڪڙ يا سورهن جريب زمين جا هوندا آهن) کي چونڪڙي چئبو آهي. اهڙيون چونڪڙيون هيلن ۾ عام طرح ٿينديون آهن.

**چونگي/ ڇُنگي**: پاڙي يا عزيزن جي گهرن مان آيل هوڙ پاڇيءَ وغيره کي ڇُونگي چئبو آهي. سنڌ ۾ خاص طور رواج آهي ته گهر ۾ جيڪي رڌبو آهي، اُن تنهن مان ٿورو ذرو وٺيءَ ۾ وجهي پاڙي جي ويجهن گهرن ۾ چونگيءَ طور موڪلبو آهي. فصل جي ٻنائيءَ وقت خيرات ۾ ڏنل داڻن کي به ڇُنگي چوندا آهن.

- ريجيل زمين جي ڪرين يا اَڏ جي ڪناري تي هٽرادو پوڪيل ٻج جي سلي کي به ڇُنگي چئبو آهي. اهڙيءَ طرح ڇڊي اپريل پوک ۾ ڪٽي ڪٽي ڦتل ٻوڙي، گاهه يا سلي جي مُڇي کي به ڇُنگي سڏيو ويندو آهي.

- ڇُنگي، ناڪي يا محصول اوڳاڙڻ واري جاءِ کي به چيو ويندو آهي.

**چُونگها**: هي ننڍڙو شهر تعلقي پني عاقل ۾ هندو راجپوتن جي وسنديءَ طور مشهور رهيو آهي. سنت وليرام به هن ڳوٺ جو هو جنهن جو ذڪر ڪتاب 'سنڌ ۽ هند جا سنت' ۾ آيل آهي. هتي وليرام جي سماڌيءَ تي هر سال پهرين جنوريءَ تي ميلو لڳندو هو ماضيءَ ۾ هڪ پيري سنت وليرام جي ورسيءَ جي موقعي تي مشهور ڌاڙيل خدو عالماڻيءَ پنگ خاطر اغوا جي واردات ڪئي هئي، جيڪا سنڌ ۾ پُنگ خاطر پهرئين اغوا جي واردات چئي وڃي ٿي. ان کان سواءِ هتي مشهور زميندار روچل داس کي قتل ڪيو ويو. جنهن جو پٽ مُکي راڌا رام ضلعي لوڪلبورڊ، سکر جو وائيس پريزيڊنٽ هو ۽ هن علائقي ۾ وڏا ترقياتي ڪم ڪرايا هئائين. پني عاقل جي ٽن بس اسٽاپن مان هڪ جو نالو به چونگها اسٽاپ سڏجي ٿو باغن کان مشهور هن شهر ۾ سيٺ نانو مل ۽ ڪنڌڻ مل جون نهرايل شاندار ماڙيون اڄ به موجود آهن.

**چوني**: زمين کيڙڻ جو هڪ اوزار آهي. هَر جي ڪڙهه ۾ ڇهنبيارو لوهي ڦر (جيڪو زمين کيڙي) لڳل هوندو آهي، جنهن کي ٿي چوني چئبو آهي.

**چوڻ**: جهنگ ۾ جتي تترن يا ٻين پکين جي جُوءِ هوندي آهي، اتي پکين جا شڪاري اُن هاري ڇڏيندا آهن. ڪجهه ڏينهن اهو اُن ڪاٺي پکي هري ويندا آهن، پوءِ شڪاري هڪ ڏينهن بندوق ڪٽي اچي شڪار ڪندو آهي. اهڙي اُن کي 'چوڻ' چوندا آهن.

- چوڻ شڪار جو به هڪ اصطلاح آهي. هن شڪار ۾ صرف سوئر مرندا آهن. هن شڪار ڪرڻ مهل جهنگ ۾ ڪلڌن جي پرسان ڪافي اَن هاري ڇڏبو آهي، جيڪو سوئر اچي کائيندا آهن ۽ ڪافي ڏينهن اهو ان هارڻ سان سوئر اهو ڪاٺي مري ويندا آهن ۽ هڪ ڪلڌي ۾ ويهي سوئرن جو شڪار ڪندا آهن. انهيءَ هاريل ان کي به 'چوڻ' چوندا آهن.

**چوٽي**: تعلقي دادوءَ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن: محمد علي ڪورائي، مڪسي ڳوٺ، ڏاهري ڳوٺ، پيارو مڪسي، الهڏنو فقير محمد علي سولنگي، الهرکيو لنڊ، محمد بخش سولنگي، فيض محمد چوهاڻ ۽ جمعو چوهاڻ.

**چوهاڻ**: چوهاڻ ذات جا ماڻهو سنڌ ۾ خاص تعداد ۾ رهن ٿا. چوهاڻ پاڻ کي راجائي نسل جي 36 نکن مان هڪ نُک سڏين ٿا، جيڪا راجپوتن جي وڏي نُک ليکي وڃي ٿي. چوهاڻ راجپوت بهادر رهيا آهن ۽ هندستان جي حڪمران پرٿوي راج چوهاڻ سان واسطو رکن ٿا. سندن اصل رهائش اجميرءَ امبالا ۾ هئي. امبالا وارا چوهاڻ سورج ونسي آهن ۽ پاڻ کي 'بجا' سڏائين ٿا. امبالا جي آسپاس سندن 170 جي لڳ ڀڳ ڳوٺ آهن. امبالا ۾ رهندڙ چوهاڻ به پاهران آيل آهن. ڪين ٻن شاخن ۾ ورهائي سگهجي ٿو هڪڙا نمرانا ۽ ٻيا سرمڪ. نمرانا، راجا سنگهٽ جي اولاد مان آهن. جيڪو وڏي راجا چاهر ديو جو پوٽو ۽ پرٿوي راج جو پاءُ هو انهن جون وري به نُکون آهن. هڪڙا رٺ ۽ ٻيا بگٽونا. اهي ٻئي نکون ڳڙگانون کان لڏي امبالا ۾ وڃي آباد ٿيون آهن.

چوهاڻن جا دهليءَ جي آسپاس ڪجهه ڳوٺ آهن. سوني پٽ تعلقي ۾ به سندن جهڪائولي نالي هڪ ڪالوني آهي، اتي هي هاريپ جو ڪم ڪن ٿا. هندستان جي وچين (Central) ۽ الهندي (Western) ضلعن ۾ هي راجپوت به سڏجن ته جٽ به. جيئن سيالڪوٽ پنجاب جا چوهاڻ سڏجن ٿا. امرتسر ۾ چوهاڻ هاري قبيلي ۾ شمار ٿين ٿا ۽ اتي به جٽ، راجپوت ۽ گجر سڏجن ٿا. جڏهن ته منٽگمري ۽ شاهپور ۾ راجپوت ۽ جٽ سڏائين ٿا. بهاولپور ۾ سندن ٽي قبيلا، خالص، هشميرا ۽ ڪچي رهن ٿا. هشميرا مسلمان، ڪچي خان جا پونير آهن. جيڪو ڪجهه سئو سال اڳ اجمير جو حڪمران هو هنن مان ڪي ڪتي، ڪي واڍا سڏائين ٿا. ملتان جا چوهاڻ زميندار آهن. پنجاب ۾ جتن جا ڪيترا قبيلا پاڻ کي چوهاڻ سڏائين ٿا. جن ۾ وڙائچ ۽ ڪچي اچي وڃن ٿا.

ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا موجب چوهاڻ، راجپوت نسل مان اصل ۾ گرجو يا گجر قوم جي هڪ شاخ آهن. اوڌ ۽ 'ديوڙا' به چوهاڻن مان آهن. ۽ چندر ونسي آهن.

هندستان جي الهندن صوبن جا چوهاڻ پنهنجون نياڻيون ڪڇ واهن، بدورين، بينگلن ۽ راٺوڙن کي ڏيندا آهن. ڇتيسگڙهه جا چوهاڻ چوڪيداري ۽ مزدوري ڪن ٿا. اتي هي چنڊال به سڏجن ٿا. حقيقت ۾ سندن اصل وطن مٽيپور آهي ۽ اتان جا اصل راجپوت آهن. هندو چوهاڻ درگا ديويءَ ۽ ڪوڙيار ماتا (مالهڻ) جي پوڄا ڪندا آهن ۽ ديويءَ جي آڏو ٻڪر يا ٻڪريءَ جي قرباني ڪندا آهن. ان کي 'جهاٽڪو' چون. هي مڙدن کي ساڙيندا آهن. پر ٻارن کي پوريندا آهن. ٽن کان ستن ڏينهن تائين تڏو ڪندا. ڏهين ڏينهن سُوءِ لاهين. گهر جي صفائي ڪن. وهنجن ۽ رڌو پڪو ڪن.

سنڌ ۾ رهندڙ اڪثر چوهاڻ مسلمان به آهن ته هندو به. هندو ذاتين: راجپوتن، سوٽهڙن، ميگهواڙن ۽ ڪولهين ۾ به چوهاڻ نُک آهي. سنڌ ۾ چوهاڻ ٿرپارڪر ضلعي کان سواءِ نوابشاهه (بينظيرآباد) ضلعي ۾ به جام رهن ٿا. سڪرنڊ تعلقي ۾ سندن ڪيترائي ڳوٺ آهن، جن ۾ جمعو چوهاڻ، نورمحمد چوهاڻ، چوهاڻ ڪالوني وغيره اچي وڃن ٿا.

**چوهاڻ، پريو گاروڙي:** سنڌ جي عام روايت موجب پريو گاروڙي ذات جو چوهاڻ هو ۽ 'گوگي پير' جو هڪ اهم ۽ هوشيار ٻالڪو هو گوگو پير درويش هو ۽ نانگ بلائون سندس علم جي ڪري هن جا مطيع هئا. پريي ڪانئس اهو علم پرايو ۽ گوگي پير جي دعا حاصل ڪئي، جنهنڪري جهاڙ منتر جي علم جي زور سان هن نانگ نمايا. ٿئي لڳ 'گجي' جا چوهاڻ فقير پاڻ کي پريي گاوڙيءَ جو اولاد سڏائين ٿا ۽ ٿئي واري هن پاڳي کي گوگي پير جو آخري آستان ۽ 'پريي گاروڙيءَ جو ماڳ' سڏيو وڃي ٿو ٿئي ۽ گجي جي وچ تي ڪراچيءَ ڏانهن ويندڙ شاهي رستي جي لڳ ڏکڻ طرف 'گوگي جا ٽڪر' به مشهور آهن.

پريو گاروڙي سنڌ ۾ جهاڙ منتر جي علم جو وڏو اُستاد هو تي گذريو آهي، جنهن کي نانگن تي قبضو/ ملڪو حاصل هو. هن کي نندپڻ کان مرلين سان محبت هئي ۽ هن گرو جي دعا سان نانگ بلائون پنهنجي سگهي ۾ ٻڌا. روايت ملي ٿي ته هڪ حسين عورت جي رضا خاطر خاطر 'پجنگ' کي جهلڻ لاءِ هن ڪشالا ڪڍيا، جنهنڪري سندس موت ٿيو. شيشا ۽ پتڻ نالي هئي شاخون سنڌونديءَ جي دوآبي جون قديم شاخون آهن ۽ ميرپورساڪري تعلقي جي ساموندي ڪناري جي اندرين ايراضيءَ ۾ انهن نالن سان ڪاريون اڄ تائين موجود آهن. انهن اهڃاڻن مان پريي گاروڙي جو ٿئي واري انهيءَ پاڳي ۾ اچڻ جو گمان ظاهر ٿئي ٿو.

**چوهڙ (ديھ):** چوهڙ ديھ ٽيبي درساڻي چني تعلقي ڪراچيءَ يونين ڪائونسل درساڻي چني، گڏاپ ٽائون ۾ آهي. چوهڙ ڪنهن ماڻهوءَ جو نالو آهي. جنهن جي نالي پويان هن ديھ جو نالو 'چوهڙ' رکيو ويو آهي. هتي سنڌ مدرسي بورڊ جو قائداعظم پبلڪ اسڪول، ڪاليج ۽ گهاڙي قبرون موجود آهن. ڳوٺ رضا محمد جوکيي جوکيي ۽ نواز علي جوکيي تائين هن ديھ جون حدون لڳن ٿيون. لنڪ روڊ کان اسٽيل مل ڏانهن ويندي ملير کان هڪ نئن تائين ٻنهي پاسي هن ديھ جون حدون آهن. هيءَ هڪ زرعي علائقو آهي.

**چوهڙ پور:** تعلقي لاڙڪاڻي جي هڪ ديھ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چوهڙپور، ماهوٽا، اسلام چاچڙ، گلاب چاچڙ، حاجي موٺالو جاگيراڻي، سگر ڪين فارم، حاجي ولي محمد جاگيراڻي ۽ جلال جاگيراڻي.

**چوهڙ جمالي:** چوهڙ جمالي ٺٽي ضلعي جي تعلقي شاهبندر ۾ هڪ وڏو شهر شمار ڪيو وڃي ٿو شاهبندر شهر جي ڦِٽڻ ڪانپوءِ اتان جا گهڻا ماڻهو واپاري ۽ هنرمند لڏي چوهڙ جماليءَ ۾ اچي آباد ٿيا. هن وقت پنجن هزارن کان وڌيڪ آباديءَ وارو شهر آهي. هتي چانورن ۽ گيھ جو واپار هلندو آهي. هن شهر کي يونين ڪائونسل جو درجو مليل آهي. هتي پهريائين 1904ع ۾ پرائمري اسڪول قائم ٿيو ان ڪانپوءِ هن وقت گرلس مڊل اسڪول ۽ بوائز هاءِ اسڪول قائم آهن. ويهين صديءَ جي شروعات ۾ هتي سدائين ٻوڙ جو ڊپ رهندو هو هتان ستاهه واهه، درياهه مان نڪري، 35 ميل ڪن علائقي کي سيراب ڪندو، سير پڪار ذريعي سمنڊ ۾ پوندو هو سکر بئراج ڪانپوءِ هن طرف پاڻي گهٽ اچي ٿو جنهنڪري ستاهه واهه جو پيٽ مس ٿو پرجي. چوهڙ جماليءَ پرسان مشهور درويش اپن شاهه جي نالي سان ٽڪر آهن، جن مان هڪڙي ٽڪر تي اپن شاهه جي تربت به اڏيل آهي. ان کان علاوه ٽڪر تي ڪيهرن جامن جا به قبا موجود آهن.

هن شهر جو مشهور اديب ۽ سنڌي ٻوليءَ جو وڏو نقاد هيرو شيوڪاڻي، الهاس نگر (ڀارت) ۾ رهي ٿو هن وقت جو هاڪارو اديب حافظ حبيب سنڌي چوهڙ جماليءَ ۾ رهي ٿو.

**چوهڙ سنگهه رامداس سوامي:** مشهور سنت ۽ شاعر چوهڙ سنگهه سوامي، 1879ع ڌاري شڪارپور ۾ جنم ورتو 'ڪٽ واري ڌرمسال' جي سنت ۽ گادي نشينن سوامي ڪاشيداس جي مرڻ ڪانپوءِ چوهڙ سنگهه سندس گادي نشين ٿيو ان ڪري سندس نالو بدلائي رامداس رکيو ويو شڪارپور جا اڪثر هندو سندس معتقد هئا. هو هندو پنچائت شڪارپور جو سرپرست هو هن شڪارپور ۾ ٻوڏ ۽ وبائي بيمارين جي پکڙجڻ وقت سماجي ورڪرن جي حيثيت سان ماڻهن جي اخلاقي توڙي مالي مدد ڪئي، تعليم جي بهتريءَ لاءِ جاڪوڙيو اسڪولن ۽ اسپتالن جي اڏاوت ۽ ترقيءَ لاءِ مالي مدد ڪيائين. هن شاعري به ڪئي. شاعريءَ ۾ 'چوهڙ' تخلص ڪتب آندو اٿس. ورهاڱي تائين 'سلوڪ رام' مئگزين شايع ڪرايائين، ورهاڱي بعد شڪارپور مان لڏي بمبئيءَ ويو جتي 14 ڊسمبر 1955ع تي وفات ڪيائين.

**چوهڙ، شيخ عبدالجليل:** شيخ عبدالجليل چوهڙ هڪ ناميارو بزرگ ٿي گذريو آهي، جنهن بابت 'سنڌي ادب جي تاريخ' ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکي ٿو ته، "شيخ عبدالجليل چوهڙ بزرگ، قطب عالم، شيخ چوهڙ جي نالي سان مشهور آهي. هن جو تعلق نائين صديءَ هجري/ پندرهين صديءَ عيسويءَ سان آهي ۽ هي قديم شهر موءِ مبارڪ ضلعي رحيم يار خان جو رهاڪو هو" ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن بزرگ بابت لکيو آهي ته، "شيخ عبدالجليل چوهڙ، سلطان بهلول لوڌيءَ (1451- 1489ع) جو نائي هو حسب نسب جي لحاظ کان هو موءِ مبارڪ جي مشهور ولي شيخ حميدالدين 'حاڪم' جي پنجين پشت مان هو. شيخ حميدالدين وري غوث بهاءُ الدين زڪريا ملتانيءَ جو نائي هو، جنهنڪري شيخ حميدالدين حاڪم جي خاندان ۽ اولاد جو بهاءُ الدين زڪريا جي خاندان ۽ اولاد سان عزازت توڙي طريقت جو گهاٽو رستو هو انهيءَ سبب بهاءُ الدين زڪريا جي سنڌي مريدن ۽ معتقدن جو حميد حاڪم جي اولاد سان پڻ تعلق وڌيو." *[سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي تاريخ].*

شيخ چوهڙ وٽ سماع جون محفلون ٿينديون هيون، جن ۾ سنڌي ڪلام به ڳائبا هئا. شيخ چوهڙ جي سوانح ۽ ملفوظات جو ذڪر 'تذڪره قطبيه' ۾ موجود آهي. هي سماع جون محفلون دهليءَ تائين قائم ۽ مقبول ٿيون. شاهه رڪن عالم جي محفلن ۾ حسن قوال ۽ حضرت نظام الدين اولياء وٽ حسين قوال جي گهڻي شهرت هئي. سماع جا هي سلسلا تمام گهڻو مقبول ٿيا، جن ۾ سنڌي ڪلام به ڳايو ويندو هو سنڌي ٻوليءَ جي شاعري انهن سماعن جي مکيه ٻولي ۽ شاعري هئي. شيخ چوهڙ پاڻ به سنڌي ڄاڻندو هو روايت آهي ته سندس ڪن عزيزن، شيخ چوهڙ کي قتل ڪرڻ جي سازش سٽي، پر غلطيءَ سان هڪ ڏوم (مگڻهار) کي ماري وڌائون. جنهن تي شيخ چوهڙ هڪ بيت چيو جنهن جي هڪ سٽ هن ريت آهي:

لڳي لڄ قريشيان، ماري ڏوم فقير.

شيخ چوهڙ جا سنڌيءَ ۾ ٻيا به ڪيترا بيت تاريخ جي تذڪرن ۾ موجود آهن.

**چوئٿرام گدواڻي، ڊاڪٽر:** سنڌ جو ناميارو سياستدان ۽ تحريڪ آزاديءَ جو سرگرم ڪارڪن. ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي ولد پرتابراءِ سنتداس گدواڻي، 25 ڊسمبر 1889ع ۾، گدواڻي گهٽي، حيدرآباد ۾ ڄائو. سندس ڏاڏو ديوان مولچند سنت هو. چوئٿرام پنهنجي



پيءُ جو ٽيون نمبر فرزند هو ۽ ننڍي هوندي کان وڏي محنتي ۽ هوشيار هو. هن پرائمري تعليم پاڙي جي پرائمري اسڪول مان حاصل ڪئي. بعد ۾ هيرانند اڪيڊمي، حيدرآباد مان 1908ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪري، دادو ضلعي جي ڳوٺ بوبڪ ۾ ماستر مقرر ٿيو. 1909ع ۾ حيدرآباد ميڊيڪل اسڪول ۾ داخلا وٺي ڊاڪٽري پڙهڻ شروع ڪيائين. جتان 1913ع ۾ ايل ايس پي ايس جو امتحان پاس ڪري ڊاڪٽر ٿيو. ڪيس حيدرآباد جي پسگردائيءَ واري تعلقي ۾ ڊاڪٽر مقرر ڪيو ويو. ڪجهه وقت کان پوءِ سندس مقرري حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ ٿي، جتي قيدين جو علاج ڪندو هو. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران ڪيس عربستان وڃڻ جو حڪم مليو. پر هن انڪار ڪري 1915ع ۾ سرڪاري نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي باقاعدي سياست ۾ حصو ورتو. سنڌ جي ڪانگريسي اڳواڻ آچاريہ ڪرپالاڻيءَ سان ويجهڙائيءَ سبب هن سياست ۾ پير پاتو. حيدرآباد جي قليليءَ واري رستي تي مهراج شنڪر دت آشارام جي جاءِ تي 'سناتن سيا' هڪ آشرم کوليو هو، جتي ڊاڪٽر چوئٿرام ٻارن کي حساب، جاگرافي، ورزش سان گڏ سادي کائڻ ۽ سادي پهرڻ بابت سکيا ڏيندو هو ۽ کين قومي آزاديءَ جي تحريڪ لاءِ تيار ڪندو هو.

ڊاڪٽر چوئٿرام ننڍيءَ عمر کان آدرشي سوچ رکندو هو ۽ سنتن جي سنگ ۾ رهڻ سان گڏ قومي درد رکندڙ شخص هو. اسڪولي تعليم دوران جڏهن 1908ع ۾ ٻن انگريز عورتن کي بم سان اڏائڻ جي ڏوهه ۾ بنگال جي خوديرام بوس کي ڦاسي ملي ته هن ورت رکيو ۽ جڏهن 13 جولاءِ 1908ع تي بال گنگا ڌر تلڪ کي 6 سالن جي سزا ملي ته احتجاج ڪندي هڪ وڏي جلسي ۾ جوشيلي تقرير ڪيائين. 1913ع ۾ لالا لجپتراءِ کي حيدرآباد گهرائي، سنڌ جو گشت ڪرائي، تقريرون ڪرايائين ۽ ڏکڻ آفريڪا ۾ رهندڙ هند سنڌ واسين لاءِ چندا گڏ ڪيائين. 1914ع ڌاري لوڪمانيا تلڪ جڏهن هوم رول ليگ ناهي ته ڊاڪٽر چوئٿرام اُن جي سنڌ ۾ شاخ قائم ڪئي. لوڪمانيا تلڪ جي لاڏاڻي کان پوءِ چوئٿرام گدواڻيءَ تلڪ هاءِ اسڪول قائم ڪري ان وسيلي شاگردن ۾ قومي جذبو جاڳايو ۽ نئشنل سروس آف اسٽوڊنٽس نالي جماعت ناهي، جنهن جيرامداس دولترام کي صدر ڪيائين.

1916ع ۾ پهريون ڀيرو آل انڊيا ڪانگريس جي لکنؤ واري اجلاس ۾ شرڪت لاءِ رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي، سيٺ هرچند راءِ وشنداس، جيرامداس دولترام سان گڏ ويو ۽ اتان واپسيءَ تي سنڌ جو دورو ڪري ڪانگريس ڪميٽيون ناهيائين ۽ 1918ع ۾ ڪانگريس ڪميٽي، حيدرآباد جو صدر چونڊيو ويو. 1919ع ۾ مهاتما گانڌيءَ رولٽ بل خلاف هڙتال جو سڏ ڏنو ته هن حيدرآباد شهر بند ڪرائي زوردار تقرير ڪئي. ڊسمبر 1919ع ۾ ڪانگريس جي امرتسر واري اجلاس ۾ سنڌ مان خاص طور ترين پرائي ويو. اجلاس جي صدارت پنڊت موتي لال نهرو ڪئي هئي، جتي ٽرين ۾ اختلاف ٿيو ته ڊاڪٽر چوئٿرام کين ٻيهر گڏائڻ لاءِ زبردست تقرير ڪئي ۽ قومي راڳ ڳائي ماڻهن ۾ اتساهه پيدا ڪيو. 1920ع ۾ ڊاڪٽر چوئٿرام کي سنڌ ڪانگريس جو صدر چونڊيو ويو، جنهن عهدي تي ورهاڱي تائين رهيو.

1921ع ۾ ڊاڪٽر چوئٿرام ولايتي ڪپڙي جي بائيڪاٽ ۽ قطع تعلقات تحريڪن ۾ حصو ورتو ۽ لالچند امرڏنومل سان گڏجي 'سوديشي ناٽڪ' لکي اسٽيج ڪيائين. جڏهن شڪارپور ۾ انگريزن زبردست سياسي گرفتاريون ڪري ماڻهن ۾ هراس پکيڙيو ته يڪدم اُتي پهچي، تقريرون ڪري ماڻهن ۾ آزاديءَ جو جذبو پيدا ڪيائين. ان ئي سال جڏهن مهاتما گانڌيءَ سنڌ جي دوري تي آيو ته ڊاڪٽر گدواڻي سڄي سنڌ ساڻس گڏ گهميو. 18 مارچ 1922ع تي مهاتما گانڌيءَ کي 6 سال سزا آئي، ڊاڪٽر صاحب کي به ڏيڍ سال لاءِ جيل موڪليو ويو. 1929ع ۾ 'سائمن ڪميشن' ڪراچيءَ جو دورو ڪيو ته ڊاڪٽر صاحب مخفي نموني سان سوين ڪارڪنن کي ڪراچي پهچائي، کين ڪارا جهنڊا ۽ پوسٽر ڏئي ڪميشن جي اچڻ کان 15 منٽ اڳ اهڙو احتجاج ڪرايو، جو ملڪ جا جاسوس ادارا ۽ پوليس دنگ رهجي ويئي. 1930ع ۾ جنگي ڪائونسل ناهي سنڌ ۾ 'لوڻ جي قانون' جي ڀڃڪڙي ڪرايائين. جنهن تي کيس گرفتار ڪري مٿس بغاوت جو ڪيس هلايو ويو. سندس ڪيس ٻڌڻ لاءِ هزارين ماڻهن اچي ڪٺا ٿيا ته پوليس عدالت ۾ گوليون هلايون، جنهن ۾ مينگهراج ۽ ديڻچند قتل ٿي ويا ۽ مشهور اڳواڻ جيرامداس دولترام سخت زخمي ٿي پيو. هن ڪيس ۾ کيس 6 مهينا سزا ملي. 1932ع ۾ ڊاڪٽر چوئٿرام بمبئيءَ ۾ ستياگرهه تحريڪ هلائي، جنهنڪري کيس به مهينا جيل موڪليو ويو. جنهن بعد کيس حيدرآباد ۾ آٺ نظربند ڪيو ويو، جتان ڇهه مهينا وري جيل موڪليو ويو.

ڊاڪٽر چوئٿرام نه صرف وڏو سياستدان هو پر هڪ سماجي ڪارڪن به هو. هن جي ڪوششن سان حيدرآباد شهر ۾ ڪانگريسي رضاڪار شهر جي حفاظت ڪندا ۽ چورن ۽ ڌاڙيلن کي پڪڙيندا هئا. ڪوئيٽا جي 1935ع واري مشهور زلزلي ۽ سنڌ ۾ ٻوڏن ۽ برسات ستايلن لاءِ وڏا چندا گڏ ڪري ورهايائين. مهاتما گانڌيءَ جي حڪم موجب پنگي ڪوارٽرن ۾ وڃي سندن سڌ سماءُ لهڻ ۽ سندن رهائش وغيره جي سڌاري لاءِ ڪوششون ڪيائين. 1936ع ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگيءَ بعد 1938ع ۾ ديوان بهادر هيرانند کيمر سنگهه جي لاڏاڻي سبب خالي ٿيل سيٽ تي ٺٽي محمد خان مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ۽ سنڌ اسيمبليءَ ۾ الهه بخش سومري جو مددگار رهيو. 1940ع ۾ لاهور ۾ انگريزن خلاف تقرير ڪيائين ته ڏيڍ سال جي سزا مليس. 13 آگسٽ 1942ع تي 'هندستان ڇڏيو وڃو' تحريڪ دوران گرفتار ٿي ڪراچي جيل پهتو.

ڊاڪٽر چوئٿرام ڪراچي جيل ۾ ٻه ٽي سال رهيو. جيل دوران شاعري به ڪيائين. جڏهن آزاد ٿيو ته وري انگريزن خلاف سرگرم ٿي ويو. مطلب ته هن سڄي حياتي ڪانگريس لاءِ وقف ڪري ڇڏي. هو بهترين مقرر هئڻ سان گڏ صحافي به هو ۽ 'هندو' نالي اخبار جو ايڊيٽر به ٿي رهيو. جي ايم سيد سندس ويجهن دوستن مان هو. سندس قومي خدمتن عيوض خود مهاتما گانڌي 'ينگ انڊيا' اخبار جي هڪ ليک ۾ لکيو هو ته، "ڊاڪٽر چوئٿرام ديس خاطر فقيري اختيار ڪئي آهي."

ورهاڱي کانپوءِ هجرت ڪري بمبئيءَ وڃي رهيو. هن سنڌي هندن جي بحاليءَ لاءِ دهلي ۽ ٻين شهرن جا دورا ڪيا. ان ڏس ۾ مهاراجا اُديپور وٽ به ويو. جوڌپور ۽ اجمير طرف سنڌي هندن جي آبادڪاريءَ جو بندوبست ڪيائين. ڀارت ۾ سنڌي شرنارٿين جي بحاليءَ جي مسئلي تي سردار ولڀ ڀائي پٽيل سان اختلافن بعد ڪانگريس ڪاميٽيءَ تان استعيفا ڏئي ڇڏيائين ۽ سڄي زندگي پاڻ کي شرنارٿين جي بحاليءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. هن سڄي زندگي شادي نه ڪئي. هن اهم سياستدان ۽ سنڌ جي عاشق، 12 سيپٽمبر 1957ع تي ڀارت جي شهر ممبئيءَ ۾ لاڏاڻو ڪيو جتي هڪ روڊ سندس نالي سان منسوب ٿيل آهي.

**چوئي/ چئي** (ديهه): دادو ضلعي ۾ هڪ نئن به آهي ۽ هڪ ديهه جو به نالو آهي، جنهن ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مگسي ڳوٺ، ڏاهري ڳوٺ، پيارو مگسي، الهڏنو فقير، محمد علي سولنگي، الهرکيو لنڊ، محمد بخش سولنگي، فيض محمد چوهاڻ ۽ جمعو چوهاڻ.

**چوئي واهه**: هيءُ سنڌوءَ جي اوج واري دور جو واهه هو. هڪ راءِ مطابق درياهه جي پراڻ هئي. هي تعلقي دادوءَ جي ديهه چوئيءَ ۾ هئڻ ڪري 'چوئي واهه' سڏبو هو. هن واهه ۾ اهڙا ڪنب به هئا، جن ۾ پاڻي سڪندو ئي نه هو. اهي پراڻي درياهه جا آثار هئا، چو ته درياهه جڏهن چاڙهه ۾ ايندو هو ته تمام هيٺ زمين جي چوئي تائين ڪنارا ٽپائيندو هو. درياهه منهن مٽائي ويندو هو پر ڪنب سياري توڙي سانوڻ ۾ پاڻيءَ سان تار هوندا هئا. چوئي واهه، دادو شهر کان اوڀر طرف پنجن ڇهن ڪلوميٽرن تي جهليءَ واري طرف به ويندو هو. چوئي واهه تان لاڳو ٻيلي تي 'چوئي ٻيلو' نالو پيو. چوئي واهه ڳوٺ جو خيرو فقير ڏهر ميان نصير محمد ڪلهوڙي جو خاص ماڻهو هو. خيري فقير جي ڳوٺ ۾ گولي فقير جي مزار آهي، جيڪو ان دؤر جو بزرگ ٿي گذريو آهي. ان ڪري ڪي ماڻهو هن ڳوٺ کي 'گولي فقير جو ڳوٺ' به سڏيندا آهن. چوئي واهه ۾ ڪنهن وقت ٻيڙيون هلنديون هيون ۽ چوئي ٻيلي تائين ماڻهو بار ۽ سامان ٻيڙين ۾ کڻي ويندا هئا. سنڌو نديءَ جا جيڪي پراڻا وڏا واهه هئا، تن ۾ ٻيڙيون هلنديون ۽ واپار ٿيندو هو. انهن واهن تي اڳئين زماني ۾ پتڻ به هوندا هئا. چوئي واهه به اهڙن واهن مان هڪ هو.

**چوُياري**: سنڌ تي ڪلهوڙن جي حڪومت جي خاتمي کانپوءِ ٽالپرن جي حڪومت قائم ٿي. فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپر پنهنجي حڪومت ۾ پنهنجن ٽن ڀائرن کي به شامل ڪيو ۽ چئني سلسلي وار سنڌ تي حڪومت ڪئي. هنن جي ايڪائي ۽ محبت کي ڏسي، سنڌن حڪومتي نظام کي 'چوُياري' سڏيو ويندو هو. ٽالپرن جي دؤر حڪومت ۾ 'پهرين چوُياري' جي چئني حاڪمن (مير فتح علي خان ٽالپر، مير غلام علي خان ٽالپر، مير ڪرم علي خان ٽالپر ۽ مير مراد علي خان ٽالپر) پنهنجي حڪومت جو مدو پورو ڪيو پر 'ٻي چوُياري' جي چئني حاڪمن (مير نور محمد خان ٽالپر، مير محمد نصير خان ٽالپر، مير محمد خان ٽالپر ۽ مير صوبدار خان ٽالپر) مان مير نور محمد خان ٽالپر اول جي وفات بعد جڏهن مير محمد نصير خان ٽالپر آخري تاجدار مسند نشين ٿيو ته جلد ئي، انگريزن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ مياڻيءَ ۽ دٻي جي ميدان تي جنگ لڳي، جنهن ۾ ٽالپرن کي شڪست ملي ۽ انگريزن سر چارلس نيپيئر جي سربراهيءَ ۾ سنڌ تي قبضو ڪري ورتو ۽ ميرن کي نظربند ڪري ڪلڪتي موڪلي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح ٽالپر حڪمرانن جي 'ٻي چوُياري' پوري ٿي نه سگهي.

بلوچستان صوبي ۾ پڻ چئن بلوچ سردارن جي چوُياري مشهور هئي، جن ۾ مير غوث بخش بزنجو، نواب محمد اڪبر خان بگٽي، سردار عطاءُ الله خان مينگل ۽ نواب خير بخش خان مري ڳڻيا ويندا آهن.

**چهرا چنڊ گلاب جهڙا** (ڪتاب): هي ڪتاب ناميارِي شاعر ذوالفقار سيال جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جيڪو غزلن ۽ گيتن تي مشتمل آهي. ڪتاب ۾ ليکڪ جو مختصر تعارف نامور سياح ۽ اديب الطاف شيخ لکيو آهي، جڏهن ته ڊاڪٽر ذوالفقار سيال جي فن ۽ شخصيت بابت سنڌ ۽ هند جي ڪيترن اديبن، موسيقارن ۽ فنڪارن جا مختصر رايا به هن ڪتاب ۾ ڏنا ويا آهن. هن مجموعي ۾ ذوالفقار سيال جي 1981ع کان 2003ع تائين شاعري شامل آهي، جن مان شاعريءَ جا اهي اسم، جيڪي فنڪارن ڳايا آهن، تن جا نالا ڏنا ويا آهن. ڪتاب جو پهريون ڇاپو چاندوڪي پبليڪيشن ڪراچيءَ، جولاءِ 2003ع ۾ ڇپيو آهي. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جي 360 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي ان جي قيمت 150 روپيا آهي.




**چُهڙا** (Chuhra): چُهڙا سنڌ توڙي پنجاب جي علائقي ۾ وڏي تعداد ۾ رهن ٿا. عام ماڻهو کين شودرن جي نيات چون ۽ سنڌ ۾ کين ٻالا يا ٻاليشاهي سڏين. هي جنهن علائقي ۾ رهندا آهن، اتان جي ٻولي ڳالهائيندا آهن. هنن مان جيڪي چمڙي جو ڪم ڪن، سي چمار سڏجن. چمار چمڙي رنگڻ جو ڪم ڪندا آهن. ڪتاب Encyclopedia of Tribes and Castes of India ۾ چمارن کي الڳ ذات ڄاڻايو ويو آهي (ڏسو: چمار). ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ۾ چُهڙن کي خاڪروب (Khakrob) سڏيندا آهن. ٻالن جي چڱي مُڙس کي مهتر (Mihter) سڏبو آهي، جنهن جو درجو چوڌريءَ وارو هوندو آهي. وچولي توڙي ڪاڇي ۾ مهترن کي 'سرائي' سڏين، پر چمڙي جي ڪم ڪندڙن کي 'ڍيڍ' چون. هن نيات مان جيڪي ماڻهو ڪپڙي جي صنعت سان وابسته آهن، تن کي ميگهه (Megh) چون. اپرندي پنجاب ۾ ٻاليشاهين کي کاٽڪ (Khatik) سڏين ۽ مال چارڻ وارن چهڙن کي 'هالي' (Hali) سڏين. کاٽڪن جي هڪ شاخ بسور (Basur) سڏجي، جيڪي چهڙا مذهب مٽائي سِک يا مسلمان ٿيا، تن کي 'موصلي' چون. اهي چهڙن مان نه شادي ڪن، نه کين سڳ ڏين، پر ڪن هنڌن تي چهڙن کان ڇوڪرين وٺڻ جو رواج جاري آهي، ڪن هنڌن تي موصلين کي ديندار به سڏين. هنن جا چار پاڙا مشهور آهن: (1) ڏيسوالي (جيڪي گنگا جي ميدانن جا رهاڪو آهن)، (2) سهوتري (جيڪي ڪڇي جي



ﻋﻼئقن جا رهاڪو آهن)، (3) باگڙي (جيڪي ٿريا رڻ پٽ جا رهاڪو آهن)، (4) جهنگلي (جيڪي هيلن جا رهاڪو آهن) ڇهڙن جا ٻيا به پاڙا آهن. مثلاً: بالميڪي ۽ لال بيگي. هي ٻئي پاڙا هڪٻئي کي ايترا ويجها آهن، جو انهن ۾ فرق محسوس نه ٿيندو آهي. هونئن ڇهڙن جا ڪيترا پاڙا، ذاتيون ۽ نکون آهن، جن ۾ بوهت (Bohat)، پنوار راجپوت (Panwar Rajput) اچي وڃن ٿا. ساروان، چوهاڻ سڏائين ٿا، جيڪي ستلج نديءَ جي ڏکڻ پاسي رهن ٿا. روهتڪ جا 'لوهٽ ڇهڙا' به راجپوت ۽ سنجر داس جو اولاد سڏائيندا آهن. 'پيل پنوار' نُک جا ڇهڙا روهتڪ ۾ رهن ٿا. اهي به پاڻ کي راجپوت نسل مان سڏائيندا آهن. 'پيل پنوار' ڇهڙا گرونانڪ کي مڃين ٿا ۽ مڙدا پورين ٿا. شادين مرادين ۾ برهمڻن کي ڪو نه گهرائين. رسمون پنهنجي ئي ڪنهن ماڻهوءَ هٿان ادا ڪرائين ٿا.

پشتو ڳالهائيندڙ ڇهڙا اصل ڪابل جا رهاڪو آهن، جيڪي اڪبر بادشاهه جي دؤر ۾ افغانستان کان هندستان ۾ فقيرن جي روپ ۾ آيا. اهي پاڻ ۾ ٽي پاڙا هئا، جن مان ڏگاٽو وڏو هو. سندن هڪ نک سهوتري (Sohotre) به آهي. چون ٿا ته اڪبر جي دور ۾ هنن مان ڪنهن سان شينهن وڙهيو پر ڪيس نقصان ڪونه رسايائين. ان ڪري ديري غازي خان جا ڇهڙا شينهن جي عزت پوڄا جي حد تائين ڪندا آهن. هنن جا ڪي پاڙا ليڊر (Ladder) ۽ کوکر (Khokhar) سڏجن. منٽگمري ۽ ديري غازي خان وارا کونجي (Khonji)، ڪيليان (Kalian)، راتي (Ratti)، ماني (Mathi)، برٽ (Burt)، موم (Mome) وغيره سڏائين. مومين (Momes) لاءِ روايت آهي ته اهي بالميڪي (Balmik) آهن. ڏمَ (Dum)، ڇهڙا (Chuhra)، مراثي، ماڇي، جهوار (Jhiwar) ۽ چانگڙ (Changer) ساڳي ذات سان واسطو رکن ٿا. سندن اها هڪجهڙائي رگو پنجاب ۾ نظر اچي ٿي، پر ٻين ڏکڻ ايشيائي علائقن ۾ ائين نه آهي. ڇهڙن کي سنڌ جي ٿر ۽ اترين علائقن ۾ گهٽ ذات سمجهيو ويندو آهي. هندستان ۽ پاڪستان ۾ رهندڙ هاٿوڪا ڇُهڙا ڇهين پيڙهيءَ ۾ بالميڪ جي اولاد مان آهن.

ڇهڙن جي پاڙي گِل (Gill) وارا ڪُنيون ڪو نه کائين. ليوٽ (Lute) سهو نه کائين. سهوتري (Sahotre) شينهن کي ويجهو نه وڃن. شاديءَ ۾ ڪنوار شينهن جي بُوتي جي پوڄا ڪندي آهي. ٻلي يعني ٻلي جون سرون پڄائيندڙ سرن جي ٿلهي ۽ ڪاٺ جي تختي تي نه سمهن، نه ويهن. 'ساروان' ڇهڙا رڱيل ڪپڙا نه پائين. تڏن ۽ ککن سان گهر جي ڇت ڍڪين. باول (Bawal) ڇهڙا سونا زيور نه پائين. اُنوال يا اونوال اُٺ کي پوڄين. سنڌوءَ جي ڪناري وارا مُهين (Mohen) ڇهڙا نير (Indico) کي پوڄين. جڏهن ته کوکر ڇهڙا ڪنهن به قسم جو ماس نه کائين. سيئي ڇُهڙا سَها نه کائين.

سماجي طور هنن جو وڏو 'پير پنچ' سڏجي، جيڪو پنچائت مان چونڊبو آهي. پير پينچ جي غير موجودگيءَ ۾ سرپنچ ۽ ان جي غير موجودگيءَ ۾ ڪرپنچ ڪاروبار هلائيندو آهي. پير پنچَ عام فيصلا، شادين ۽ طلاقن جا معاملا، جهيڙي ۽ نبيرين ڪن. سندن وڏي ۾ وڏي سزا 'حقو پاڻي بند' آهي.

**ڇُھنڊڙيون** (ڪتاب): سنڌ جي برک مزاحيه شاعر مرحوم غلام رسول 'سوداڻي' جي مزاحيه شاعريءَ جو هي پهريون مجموعو آهي. جيڪو پهريون ڀيرو 1964ع ۾ ڇپيو هو. ان جو ٻيو ڇاپو مسلم ڪتب خانه، نيو چوڪ دادوءَ پاران 75-1974ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي هن جديد مزاحيه شاعر جا نظم شامل آهن. جن جا عنوان: مگر تون نه آئين، ڪنوارن جي عيد، ويچارا عاشق، ٻچين جو ٿو؟، پرچون پاڻ ۾، دادو زور آ، عشق جي رفتار، ٽڪل عاشق، گذاري خير سان مولي، ديدار بازي، قرمار ڏس، زماني جو چڪر، خبرچار ڏي، اگر بند ٿي رشوت، ٻيو مڙئي خير آ، مانيءَ جو مريد وغيره آهن. هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران 2007ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ڪرائون سائيز جي 80 صفحن جي هن ڪتاب جي قيمت 30 روپيا آهي.




**ڇھو**: لئي جي وڻ جي سَنهي لامَ. جيڪا بيد وانگر لچڪدار ٿيندي آهي. ان کي 'ڇهو' چوندا آهن. ڇها ٻهر، ڪِيڙ، ڪَکُو جي سنهين ٽارين/ لڪڻ مان به ٺهندا آهن.

**چئناڻي**: چئناڻي اصل ۾ اروڙ ونسي هندو آهن. جن جي نک 'ڀهوجا' آهي. 711ع ۾ عربن جي ڪاهه وقت اروڙ (الور) مان لڏي، ٻيڙين رستي پنجاب ڏي ويا، جتان ٻيهر موٽي سنڌ ۾ چانڊڪا پرڳڻي (لاڙڪاڻي) ۽ ان کان پوءِ حيدرآباد ۾ اچي آباد ٿيا. سندن وڏو ڏاڏو ديوان شيوڪ راءِ هو. جنهن جي پٽ ديوان تولارام جو اولاد 'تولاڻي' سڏجن ٿا. ديوان تولا رام کي پنج پٽ هئا، جن مان وچون ديوان هيرانند هو. جنهن جي پٽ ديوان چئنراءِ جي نالي پٺيان هي پاڻ کي 'چئناڻي' چوائين ٿا. اهڙيءَ ريت تولاڻي ۽ چئناڻي هڪ ئي ٽڙ جون به شاخون آهن.

**چئناڻي حشمتراءِ آتما** (سي. ايڇ. آتما): بهترين شخصيت ۽ آواز جي مالڪ سي. ايڇ. آتما جو پورو نالو آتما حشمتراءِ چئناڻي آهي. هن جو جنم حيدرآباد، سنڌ ۾ 10 ڊسمبر 1924ع تي ٿيو ۽ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ مان گرئجوئيٽ ٿيو. اسڪولي ۽ ڪاليجي دور ۾ هن جي آواز کان هر ڪو متاثر هو. سندس آواز مشهور گائڪ ڪي. ايل. سهگل سان مشابهت رکندو هو. سنڌ ۾ HMV ڪمپنيءَ سندس آواز کان متاثر ٿي هڪ رڪارڊ ڀرايو، جنهن ۾ هڪ ماتا جو اوراڻو "ٻاجهه ڪجانءِ هڇڙن تي مائي، تنهنجا آهن ٻار" ڏاڍو مشهور ٿيو. ان سال سي. ايڇ. آتما جو هڪ هندي گيت 'پريتم آن ملو' به بيحد مقبول ٿيو ۽ رهاڳي کان پوءِ هن ڪيترين هندي فلمن ۾ پلي بئڪ گائڪ طور ڪم ڪيو ۽ پنهنجي طلسمي آواز جو جادو ڏيکاريو. هن گائڪ جون خانگي گيتن جون ڪافي رڪارڊنگس موجود آهن. اهي گيت آل انڊيا ريڊيو تان وقت به وقت وڄايا ويندا آهن. سندس ڳاتل گيتن جون ڪئسيٽون به نڪتل آهن.



هن هڪ سنڌي فلم ”انصاف ڪٿي آ“ ۾ هڪ گيت ”ايا ڪنهن جي نظر آهي ۽ مان آهيان“ ڳاتو جنهن جو گيتڪار مشهور شاعر پرسرام ضيا هو جڏهن ته ان جي موسيقي، نامور موسيقار بلوسي راڻي ترتيب ڏني.

هن پنجابي ۽ بنگالي ٻولين ۾ به گيت ڳايا آهن. هن هندي فلم ’بلوا‘ ۾ هيري جو رول ادا ڪيو ۽ ’گيت گايا پٿرون ني‘ فلم ۾ اداڪار طور ڪم ڪيو.

سي. ايچ. آتما جي هندي فلمن ۾ ڳاتل گيتن جو تفصيل هن ريت آهي:

فلم پائي صاحب (1951): (1) ايڪ ستارا هڻ آڪاس مين، موسيقار: شنڪر جڻ ڪشن، (2) روئون مين ساگر ڪي ڪناري، (3) تم ڪو اپني زندگي ڪا آسرا.

فلم پائي صاحب (1954) (1) گهيرتا هي انڌيرا، (5) رات ڦاگن ڪي، (2) هزار رنگ مين راتون ڪي (3) دنيا تيري رنگ نرالي، (4) دل ڪي لڳي، (5) او نيچي نيچي نگر، (6) نظر ني ديا افسانا؛ فلم بلوا منگل (1954ع) ۾: (1) پن گهٽ په موري شام، (2) اب سوني پئي اٽريا، (3) چُپ گئي تو ري نين متوالي، (4) موهن پياري اب، (5) او ديواني ڪي دئي، (6) دن ني جاتي جاتي؛ فلم گيت گايا پٿرون ني (1966ع) ۾: (1) گايا پٿرون ني، (2) هو سات اگر، (3) هر درد ڪي دوا وغيره.

هن آل انڊيا ريڊيو ۽ ٽي. وي تي ڪافي پروگرام پيش ڪيا. اڄ به ريڊيو تان سنڌس رڪارڊ وڄن ٿا ۽ هن مهان ڪلاڪار جي ياد تازي ڪن ٿا.

سي. ايچ. آتما 4 ڊسمبر 1975ع تي بمبئيءَ ۾ لاڏاڻو ڪيو.

**چيتن ديوڪي، ورما ’يمراج‘**: سنڌي ٻوليءَ جو ناليوارو ليکڪ، شاعر ۽ هدايتڪار 1929ع ڌاري حيدرآباد ۾ ڄائو. ڪيترائي مضمون ۽ ناٽڪ لکيا اٿس ۽ 60 سالن تائين لکندو رهيو آهي. سو ڪان مٿي ڪتاب شايع ڪيل اٿس. ڪتابن ۾: ’بليدان مندر‘، ’راجپوتي اتهاس‘، ’ويدڪ ڌرم‘، ’رشي ديانند‘، ’مهاراج نتورام شرما‘ مشهور اٿس. ڪيترن ناٽڪن ۾ هدايتڪاري ڪيائين. ورهاڱي ڪان پوءِ هندستان هليو ويو.

**چيتن ماڙيوالا**: سنڌ جي تاريخ تي گهري نظر رکندڙ مشهور اديب ۽ پروفيسر چيتن ماڙيوالا، 13 آڪٽوبر 1916ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو. هن جا ابا ڏاڏا اصل ۾ سيوهڻ جا رهاڪو هئا. تاريخ (History) جي مضمون ۾ ايم. اي ڪرڻ ڪان پوءِ چيتن ماڙيوالا ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ تاريخ جو استاد مقرر ٿيو ۽ 1947ع تائين اسسٽنٽ پروفيسر جي حيثيت ۾ تعليمي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو جنهن جو بعد ۾ پرنسپال به رهيو ورهاڱي ڪان پوءِ لڏي بمبئيءَ وڃي رهيو جتي بمبئيءَ جي ڪيترن ڪاليجن ۾ تاريخ جي استاد طور خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو چيتن ماڙيوالا، رام پنجواڻيءَ وانگر ’پروفيسر چيتن ماڙيوالا‘ طور سنڌ جي تاريخ ۾ سڃاتو ويندو آهي.



چيتن ماڙيوالا نه رڳو تاريخ جي پروفيسر جي حيثيت ۾ ڪلاس ۾ تاريخ جو مضمون پڙهائيندو هو پر ساڳئي وقت سنڌ جي تاريخ تي ڪيترا مقالا ۽ مضمون لکي ڇپرائيندو رهيو.

چيتن ماڙيوالا پهريون ڪتاب، 1942ع ۾ اڪبراعظم جي چار سئو سالگره جي موقعي تي ’همايون جو خواب عرف اڪبر جو جنم‘ لکيو جنهن تي ان زماني ۾ سنڌي ادب لاءِ صلاحڪار بورڊ طرفان ڪيس 200 روپيا انعام ڏنو ويو سندس ٻيو ڪتاب ’تاريخي مضمون‘ 1946ع ۾ ڇپيو.

ان ڪان سواءِ سندس ٽيون انگريزي ڪتاب: ’Essay on the British Policy Towards Sindh up to the First Afghan War 1834.‘ 1947ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڇپيو هن ڪتاب ۾ هيٺيان اهم مضمون شامل آهن:

(1) The English Factory in Sindh (1799-1800),
(2) Seton, Smith and Saddler Mission to Sindh (1801-1820),
(3) Commercial Navigation of Indus (1821-1832),
(4) Sindh in the First Afghan War 1839.

ان ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1982ع ۾ انڊس پبليڪيشن ڪراچيءَ پاران شايع ڪيو ويو. ان ڪان سواءِ هن جو هڪ ڪتاب ’وڏو پارت جو اتهاس‘ جڻ هند ڪاليج بمبئيءَ مان 1956ع ۾ ڇپيو.

چيتن ماڙيوالا جي ’جرنل آف سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي‘ ۾ ڇپيل ڪجھ اهم مضمونن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

(1) Akbar and His Connection With Sindh (1942)
(2) The Aryans and the Dravidian Culture (1940)
(3) Brirtish Administration in Sindh (1940)
(4) British Advent in Sindh (1940)
(5) First Railway in Sindh (1944)
(6) Humayun's Sojourn in Sindh and the Birth of Akbar (1930)
(7) Karachi Town: Its Trade and Taxition in the First half of 19th century (1940)
(8) Origion of Karachi Municipalty (1941)
(9) Attempt of the Talpurs to keep the British off Karachi, between 1799-1820 (1942)
(10) Two Great Occasions in the British History in Sindh (1944)
(11) With John Keane Through Sindh (1941)
(12) Treaty & Trallers in Sindh- 1800-1820 (1942)

چيتن ماڙيوالا جا ڪي اهم مضمون، سماهي ’مهراڻ‘ ۾ به ڇپيا هئا، جن مان ڪي اهم هيٺيان آهن:

(1) ’ڪٺٺ ڪراچي، ڪٺٺ سنڌ‘ (1-2-1957)، (2) ’دوستاڻو ناتو‘ (1-1959ع) (3) سنڌونديءَ تي آمدرفت جو نئون رنگ (3-4- 1960ع)، (4) هندستان تي روسي ڪاهه جو اُڊڪو (3-4- 1963ع).

ان ڪان سواءِ چيتن ماڙيوالا جا هيٺيان ڪتاب به ڇپيل آهن: (1) وچتر ورق (1951ع)، (2) سنڌي جيوت ڪهاڻي (1953ع)، (3) ڏيءَ جا پيءُ ڏانهن خط (1973ع)، قديم سنڌ جي تجارتي تاريخ (2004ع).

هنن ڪتابن ڪان سواءِ پروفيسر چيتن ماڙيوالا جا ڪيترا تاريخي مضمون، جرنل آف سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي، جرنل آف رايل ايشياٽڪ سوسائٽي، سنڌ ورلڊ ليڪ بلڊرز، جرنل آف انڊين هسٽري، جرنل آف ڪلڪتا يونيورسٽي، ائٽلس وغيره ۾ شايع ٿيل آهن.

پروفيسر چيتن ماڙيوالا، 1 آگسٽ 1984ع تي ممبئيءَ ۾ لاڏاڻو ڪيو.

**چيتو** (Leopard/ *Panthera pardus*): هي جانور قديم سنڌ ۾ وڏي تعداد ۾ ٿيندو هو. هن وقت کيرٿر يا ڪارونجهر جبلن ۾ ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ مس هوندو. چيتو ايفرو ايشيائي چيتي (Cheetah/ *Acinonyx jubatus*) کان مختلف ٿيندو آهي. اصل ۾ چيتو هنديءَ ۽ سنسڪرت ٻوليءَ جي لفظ 'چتراڪا' تان ورتل آهي. هن کي انگريزي ٻوليءَ ۾ ليئوپرڊ (Leopard) چوندا آهن. چيتو ڪلهن تائين 26 انچ اوچو ٿيندو آهي. جنهن جي جسم جي ڊيگهه 36 انچ ٿيندي آهي ۽ ان جو پُڇ 28 کان 38 انچ ڊگهو ٿيندو آهي. هن جي نَر جو وزن 70 کان 90 ڪلوگرام هوندو آهي. چيتي جا اڳيان چنبا ڪافي مضبوط هوندا آهن. چيتي جي جسم تي گول ڇلي دار ڪارا ڇٽ ٿين ٿا.



جسم جي هيٺئين پاگي تي اهي ڇٽ هلڪا ٿين ٿا. اڪثر پيٽ جو رنگ به اڇو يا هلڪو پيلو ٿئي ٿو. چيتي جو پڇ هموار ۽ ڊگهو ٿئي ٿو. جنهن کي وَٽ سَٽ پيو ڏيندو آهي. چيتي جو پڇ ڪُل جسم جي پيٽ ۾ ٽئين حصي جيترو ٿئي ٿو. اڪثر گهاٽن ٻوڙن يا جابلو غارن ۾ رهندو آهي. جبل تي چڙهڻ ۾ ڪافي مهارت رکي ٿو. تارُو به آهي. تمام محتاط ۽ لِڪي رهندو آهي. انڪري تمام گهٽ ڏسبو آهي. اڪثر اونداهيءَ ۾ شڪار ڪندو آهي. ڇَڪ هڻي شڪار ڪندو آهي ۽ چنبن کان به مدد وٺي ٿو. چيتي جو موت اڪثر ڪري بک ۽ اُڃ سبب ٿيندو آهي.

سنڌ ۽ پاڪستان جي ٻين صوبن ۾ چيتي جي جنس هاڻي خطري هيٺ آهي. کيرٿر ۾ چيتي جو نسل ذري گهٽ اٽلپ ٿي چڪو آهي، پر کيرٿر کان اولهه طرف بلوچستان ۾ باقي آهي. گذريل ويهارو سالن کان کيرٿر ۾ نظر نه آيو آهي. ڪارونجهر جبل ۾ ڪڏهن ڪڏهن پارت جي بارڊر ٽپي چيتو ايندو آهي. بهرحال، سنڌ ۾ چيتي جو نسل ناياب ٿي چڪو آهي.

**چيٽ**: چيٽ سنڌ جو پهريون فصلي مهينو آهي. راءِ گهراڻي جي راجا راءِ سهاسي پهرئين جڏهن ايراني هاڪارن کي شڪست ڏئي سنڌ کي آزاد ڪرايو هو ته اُن جي ياد ۾ 4 مارچ 626ع کان پهرئين سنڌي ڪئلينڊر جي ابتدا ڪئي هئائين. جيڪا چيٽ مهيني جي پهرين تاريخ هئي. هي ربيع جي فصل جو مهينو آهي. جيڪو عيسوي مهيني جي 14 مارچ کان شروع ٿي، اپريل جي 13 تاريخ تي ختم ٿيندو آهي. چيٽ ۾ هندو نوراتا رکندا آهن. ۽ دُرگا ماتا جي پوڄا ڪندا آهن. خاص ڪري، لوهاڻا، سونارا، ٻاوا (سوامي) ۽ ٻين ذاتين جا ماڻهو صدق سان نوراتن جا ورت رکندا آهن. جن کي 'چيٽ جا نوراتا' چوندا آهن. هن ئي مهيني ۾ سنڌ ۾ چيٽي چنڊ جا ميلا اُڏيري لعل ۽ ٺٽي ضلعي ۾ پير پٺي جي ويجهو لڳندا آهن. ۽ هندستان جا سنڌي هر شهر ۾ چيٽي چنڊ کي 'سنڌيت جو ڏينهن' ڪري ملهائيندا آهن.

**چيٽ جا نوراتا**: چيٽ جي سهائي پَک جي پهرين تٿ کان وٺي نائين تٿ تائين درگا ديويءَ جي پوڄا ڪئي ويندي آهي. 'شاڪت سنپردايه' ۾ هن جي وڏي مهما بيان ڪيل آهي. خاص ڪري، وانهان (واوا)، سونارا، گري، پُري، پارتي ۽ ناٿ سنپردايه جا جوڳي ڏاڍي صدق سان هي ڏڻ نوَ ڏينهن ملهائيندا آهن. دُرگا سَپتشتِي گرنٿ جو پاٺ ڪندا آهن. پنجين تٿ تي پوڪيل جَون جي سَلن جو جٽيو پاتو ويندو آهي. جنهن کي جٽيي جي رات چئجي ٿو اٺينءَ تٿ تي هَوَن ٿيندو آهي ۽ نائين تٿ تي نوراتا ختم ٿيندا آهن. ان ڏينهن جيڪي نوراتن جا ورت رکندا آهن، اُهي غريبن ۾ دان ڪندا آهن.

**چيٽرجي، بنڪم چندر** (Chatterjee, Bankim Chandra): مشهور بنگالي شاعر، ناول نگار، مضمون نگار ۽ صحافي بنڪم چندر چيٽرجي، وندي ماترم/ بندي ماترم (هندستان جي قومي تراني) جي ليکڪ طور وڏي شهرت رکي ٿو. بنڪم چندر 1838ع ۾ ڄائو. سندس والد چندر چٽو پاڌيايه سرڪاري آفيسر هو ۽ ترقي ڪري مدناپور جو ڊپٽي ڪليڪٽر بڻيو



(چٽو پاڌيايه جو اُچار اڳتي هلي چيٽرجي بڻيو). بنڪم چندر چيٽرجي هگليءَ جي محسن ڪاليج ۽ پريزيڊنس ڪاليج مان تعليم حاصل ڪئي. 1857ع ۾ گرئجوئيشن ڪيائين. ڪلڪتي يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪندڙ پهرين ٻن ماڻهن مان هڪ هو. 1869ع ۾ قانون جي ڊگري حاصل ڪري، پنهنجي پيءُ وانگر جيسور جو ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ پوءِ ڊپٽي مئجسٽريٽ بڻيو

نوڪريءَ دوران ڪيترا ڀيرا سندس انگريز حڪمرانن سان تڪرار ٿيو. 1894ع ۾ کيس ڪيپٽن آرڊر آف دي انڊين ايمپائر بڻايو ويو. ايشور چندر گپت جي پيروي ڪندي، بنڪم به پنهنجو ادبي ڪيرئير شاعريءَ سان شروع ڪيو پر جيئن ئي کيس محسوس ٿيو ته هن جون صلاحيتون ڪجهه ٻئي قسم جون آهن ته نثر طرف ڌيان ڏنائين. بنگاليءَ ۾ لکيل سندس پهريون ناول انعام لاءِ چونڊيو ويو پر کيس انعام نه مليو ۽ نه ئي ڪڏهن سندس اهو ناول شايع ٿي سگهيو. بنڪم چندر جي پهرين ذڪر جوڳي تحرير 'ڪپل ڪنڊالا' (1866ع) هئي، جنهن جي هيروئن ڪافي حد تائين ڪاليداس جي شڪنتلا ۽ شيڪسپيئر جي ميراندا جهڙي هئي. بنڪم چندر جي شادي يارهن سالن جي عمر ۾ ٿي ۽ سندس پهرين زال 1859ع ۾ گذاري وئي، پوءِ هن راج لڪشمي ديويءَ سان شادي ڪئي ۽ ٽن پٽن جو پيءُ بڻيو. بنڪم چندر جي مشهور ڪتابن ۾ هيٺيان شامل آهن:

(1) درگيش نوندني (1865ع)، (2) ڪپل ڪنڊالا (1866ع)، (3) مرينا ليني (1869ع)، (4) اندرا (1873ع)، (5) جنگلا نگريا (1874ع)، (6) راڌراني (1876ع)، (7) چندر شيکر (1878ع)، (8) From the Desk of Kamlakanta (1875ع)، (9) رجني (1877ع)، (10) Krishna Kanta's Will (1878ع)، (11) راج سنها (1882ع)،

(12) آنند مٺ (1882ع)، (13) ديوي چوڌراڻي (1884ع)، (14) ڪملا ڪانتا (1885ع)، (15) سيتا رام (1887ع)، (16) ڌرم تتو (1888ع)، (17) ديو تتو (1895ع)، (18) شريمد ڀاڳوت گيتا (1902ع). بنڪم چندر چيٽرجيءَ جو انگريز دور جي اوائلي سنڌي ليکڪن تي اثر آهي.

بنڪم چندر چيٽرجي 1894ع ۾ وفات ڪئي.

**چيٽرجي، سنيتي ڪمار**: ننڍي کنڊ جي مشهور ۽ معروف لسانياتي ماهر سنيتي ڪمار چيٽرجيءَ جو جنم، 26 نومبر 1890ع تي ٿيو بنگالي ٻوليءَ تي ڪيل سندس تحقيقي ڪم جي حوالي سان سندس شمار ناميارن محققن ۾ ٿئي ٿو هن ڪلڪتي يونيورسٽيءَ مان ايم. اي ڪئي. ان بعد 1921ع ۾ لنڊن يونيورسٽيءَ جي اسڪول آف اورينٽل اسٽڊيز (جيڪو هاڻي اسڪول آف اورينٽل اينڊ آفريڪن اسٽڊيز سڏجي ٿو) ۾ اسڪالرشپ تي پڙهڻ ويو جتان 20 جولاءِ 1921ع تي برٽش ميوزيم جي 'اورينٽل بوڪس اينڊ مينسڪرپٽ' جي چاڙو ڊاڪٽر بازنيٽ جي رهبريءَ ۾ "بنگالي ٻوليءَ جي اصل نسل ۽ اوسر" تي تحقيقي مقالو لکي، ڊي. لٽ (D. Lit) جي ڊگري حاصل ڪيائين. سندس هن ڪتاب جو پهريون ايڊيشن 1962ع ۾ ڪلڪتي يونيورسٽي پريس ۾ ڇپيو جنهن کي ملڪ ۽ ملڪ کان ٻاهر وڏي پذيرائي حاصل ٿي. هن ڪتاب بابت جڳ مشهور ماهر لسانيات جارج ابراهيم گريئرسن لکيو آهي ته:



"پروفيسر چيٽرجيءَ جي هن ڪتاب لاءِ هندستان جي جديد ٻولين جي شاگردن کي صلاح ڏيندس ته اهو ڪتاب ضرور پڙهن. هن ڪتاب ۾ ڪيترن ئي سالن جي پورهئي جو ثمر موجود آهي، جيڪو پروفيسر چيٽرجيءَ جي محنتن جو نتيجو آهي."

هن ڪتاب ۾ سنيتي ڪمار چيٽرجيءَ **سنڌي ٻوليءَ** لاءِ لکيو آهي ته:

"سنڌي ٻولي سنڌو ماٿر جي هيناهين علائقي ۽ ڪڇ ۾ ڳالهائي ويندي آهي ... ان جا پنج لهجا آهن. وچولي، سرائيڪي، لاڙي، ٿريلي ۽ ڪڇي. سنڌي ٻولي عربي، فارسيءَ جي وڌايل الف بي واري رسم الخط ۾ لکي پئي وڃي ۽ واپاري ماڻهو (واڻيا) لُنڊا اکر به استعمال ڪن ٿا ته گرمکي، اڪثر ڪم ايندي آهي. سنڌي ٻوليءَ قديم خصوصيتون برقرار رکيون آهن، خاص طور سندس صرفيائي سرشتي ۾ شامل چار خاص آواز ته هندستان جي ڪنهن به دراوڙي، آريائي، ڪول ۽ سائنوتبتين ٻولين مان ڪنهن ۾ به ڪونهن ... سنڌيءَ ۽ پنجابيءَ ۾ ڪيتريون هڪجهڙايون موجود آهن .... وغيره"

سنيتي ڪمار چيٽرجي هندستان جي ٻولين ۽ ادب بابت وڏي تحقيق ڪئي ۽ هندستان جي ڀاشا وگيانيءَ (Linguist) طور شهرت رکي ٿو چيٽرجي 1955ع ۾ قائم ٿيل هندستان جي 'مرڪزي لئنگئيج ڪميشن' جو ميمبر ٿيو ۽ 1956ع ۾ هند سرڪار جي سنسڪرت ڪميشن جو چيئرمئن به ٿيو چيٽرجي ساهتيه اڪيڊميءَ جو چيئرمئن به رهيو. ڪلڪتي جي مشهور ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جو صدر به ٿي رهيو. ان کان سواءِ انٽرنيشنل فونيٽڪ ائسوسيئيشن لنڊن جو به ڪجهه عرصي لاءِ صدر بڻيو. سنيتي ڪمار چيٽرجيءَ جي ڪتاب "The Origin & Development of Bengali" بابت لنڊن يونيورسٽيءَ جي سنسڪرت زبان جي پروفيسر آر. ايل. ٽرنر لکيو آهي ته: "هن ڪتاب جو مون کي تمام گهڻو انتظار هو هي ڪتاب منهنجي اميدن تي پورو لٿو آهي. هيءَ هڪ عمدو ڪارنامو آهي ۽ هن سان هند آريائي ٻولين جي اڀياس ۾ هڪ نئين باب جو اضافو ٿيو آهي."

سنيتي ڪمار چيٽرجيءَ جو 1985ع ۾ 'انڊو ايشين ڪلچر' جرنل ۾ هڪ مضمون ڇپيو جنهن جو عنوان هو: "An Early Arabic Version of Mahabharat Story from Sindh"، هن مضمون کي سنڌيءَ ۾ ترجمو سنڌي ٻوليءَ جي عالم ۽ لسانيات جي ماهر ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچنداڻيءَ ترجمو ڪيو جيڪو بمبئيءَ مان نڪرندڙ 'ڪهاڻي' رسالي ۾ ڇپرايو ان مضمون ۾ ڊاڪٽر خوبچنداڻيءَ لکيو آهي ته: "چيٽرجيءَ جي چوڻ مطابق 1026ع ۾ ابوالحسن مهاڀارت جو عربيءَ مان فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو هو جيڪو دراصل ڪنهن قديم هندستاني ٻوليءَ ۾ ابو صالح جو لکيل هو چيٽرجي دعويٰ ڪئي آهي ته ان ۾ ٻوليءَ جي صوتياتي نظام ۽ ان ۾ جاءِ نالن وغيره مان بخوبي پتو پوي ٿو ته اها قديم زبان اصل ۾ سنڌي هئي." چيٽرجيءَ جي هن تحقيق تي جيرامداس دولترام وڌيڪ روشني وجهندي ظاهر ڪيو ته سنڌيءَ ۾ پراڻي ۾ پراڻو گرنٿ 'راجائن لاءِ سڪيا' ڏسڻ ۾ اچي ٿو جيڪو عيسوي سن کان ٽي صديون اڳ جو چيو وڃي ٿو.

ڊاڪٽر سنيتي ڪمار چيٽرجيءَ، سنڌي ٻوليءَ سان گهري دلچسپيءَ جو اظهار، سنڌي ٻوليءَ جي هڪ هئي عالم ۽ ماهر لسانيات ڪشنچند جيٽليءَ ڏانهن لکيل هڪ خط ۾ به ڪيو هو جيڪو هن جيٽلي صاحب جي هنديءَ ۾ ڇپيل ڪتاب 'سنڌي ڀاشا ڪا سمپڪشت پريچيه' پڙهڻ کان پوءِ ڪيس لکيو هو جنهن ۾ هن سنڌي ٻوليءَ کي ننڍي کنڊ جي هڪ اهم ۽ هڪ قديم ٻوليءَ طور تسليم ڪيو آهي."

**چيٽرجي، شرت چندر** (Chatterji, Sharat Chandra): هندستان جي مشهور ناول نگار شرت چندر چيٽرجي 1876ع ڌاري هگليءَ پرسان هڪ ڳوٺ ۾ هڪ غريب گهراڻي ۾ جنم ورتو. جيتوڻيڪ خاندان جا ماڻهو ڪڏهن ڪڏهن سندس گهر وارن جي مدد ڪندا هئا، پر سندن تنگدستي بدستور قائم رهي، جيڪا پوءِ هن جي لکڻين ۾ به نظر آئي. هن فائن آرٽس جي تعليم ورتي، پر شديد غربت سبب ڪيس تعليم ڇڏڻي پئي. هن وهم پرستيءَ ۽ سماجي ڦرلٽ کي پنهنجي لکڻين جو موضوع بڻايو.



شرت چندر جي پهرين ڪهاڻي 'مندير' شايع ٿي. سندس مشهور ڪتابن ۾: (1) Baradidi (1907)، (2) Bindur Chhele (1913)، (3) پرينيتا (1914ع)، (4) Biraj Bou (1914) (5) Ramer Shumoti (1914) (6) Palli Shomaj (1916)، (7) Arakhsanya (1916)، (8) ديوداس (ناول: 1917ع)، (8) Choritronin (1917)، (9) شريڪانت (چار حصا: 33-1917)، (10) دت (19-1917ع)، (11) Grihodaho (1919)، (12) Dena Paona (1923)، (13) Pather Dabi (1926)، (14) Sesprasna (1931) وغيره شامل آهن. ان کانسواءِ سندس ڪيترين ڪهاڻين

۽ ناولن تي فلمون بہ ٺاهيون ويون، خاص ڪري 'ديوداس' ۽ 'پرينيتا'. شرت چندر چيٽرجي 1938ع ۾ ڪينسر سبب ڪلڪتي ۾ وفات ڪري ويو. شرت چندر جو سنڌي ادب ۽ اديبن تي وڏو اثر آهي. هري موٽواڻي ۽ ٻيا ڪانئس ڪافي متاثر هئا. نارائڻ ڀارتيءَ سندس زندگيءَ ۽ ادب تي 'شرت بابو' نالي سنڌيءَ ۾ ڪتاب لکيو آهي.

**چيتو مل**: حڪيم چيتو مل ولد حڪيم ٻڌو مل 1916ع ڌاري ڪشمور ۾ ڄائو. هو سٺو حڪيم سماجي اڳواڻ ۽ ڪشمور جي هندن جي پنچائت جو مکي پڻ هو. هن 1944ع ۾ آير ويدڪ اينڊ يوناني طبيہ ڪاليج امرتسر مان طب جي ڊگري حاصل ڪئي. ان ڪان سواءِ بورڊ آف يوناني اينڊ آير ويدڪ سسٽم آف ميڊيسنز پاڪستان ڪان 1965ع ۾ ڊگري ورتي. هن تمام گهڻيون سماجي خدمتون ڪيون، جنهن ڪي ڏسندي شهر واسين ڪيس وڏيءَ اڪثريت سان 1964ع ڌاري "ٽائون ڪاميٽي ڪشمور جو چيئرمين منتخب ڪيو. چيتو مل مئنارٽي ڪميٽي ضلعي جيڪب آباد جو عهديدار بہ رهيو.

**چيٽي چنڊ**: چيٽ مهيني جي پهرين چنڊ رات کي 'چيٽي چنڊ' چوندا آهن. چيٽ جو مهينو فصلي سال ۽ سنڌو سنبت جو پهريون مهينو آهي. انهيءَ ڪري سنڌي هندو چيٽي چنڊ کي وڏو ڏينهن ڪري ملهائيندا آهن. چيٽ مهيني ڪان نئون سنبت شروع ٿيندو آهي، جيڪو وڪرماجيت جو سنبت سڏبو آهي. سنڌ جا هندو نئون مهينو، سنڌي مسلمانن وانگر نئين چنڊ ڏسڻ ڪان پوءِ ليکيندا آهن. چيٽي چنڊ انهيءَ ڪري بہ وڏو ڏينهن ڪري ليکبو آهي، جو ان ڪانپوءِ نئين سنبت جي شروعات ٿيندي آهي. اوائل ۾ سنڌ ۾ درياهہ جا پوڄاري گهڻا هئا. هن وقت هي ڏينهن هند ۽ دنيا ۾ رهندڙ سنڌي هندو وڏيءَ اهميت ۽ ڌام ڌوم سان ملهائيندا آهن. پروفيسر رام پنجواڻيءَ 'سنڌيت جي هلچل' ۽ سنڌي ٻوليءَ کي هند جي آئين ۾ قومي ٻوليءَ واري حيثيت ڏيارڻ لاءِ هلايل تحريڪ دوران هن ڏينهن کي سڄيءَ دنيا جي سنڌين جي ٻڌيءَ جو ڏينهن ڪري ملهائڻ جو رواج وڌو هو.

سال جي آخري ڏينهن ۾ چيٽي چنڊ جي رسم ڌرمي ڏڻ طور ملهائي ويندي آهي ۽ نئون سال نين امنگن ۽ خوشين سان شروع ڪيو ويندو آهي. سنڌ ۾ بہ نئين سال جي شروعات چيٽي چنڊ ڪان ليکي ويندي آهي. نئين سال جون وهيون (بنديون يا حساب ڪتاب جا ڪاڳر) بہ ان ڏينهن رکبيون آهن، پر ڪي واپاري ڏياريءَ تي بہ وهيون رکندا آهن. هر هڪ چنڊ تي درياهہ تي چانورن، کير ۽ اٽي جا اکا وڌا ويندا آهن. جن شهرن ۾ ڪو واهہ ڍنڍ يا درياهہ نہ آهي، اتي کنهن کوهہ تي اها رسم ادا ڪئي ويندي آهي. سِک ڌرم جا پوئلڳ بہ هن ڏينهن تي درٻارن ۾ ويندا آهن، ڇاڪاڻ تہ گرونانڪ جو جنم بہ چيٽي چنڊ جي ڏينهن ٿيو هو

سنڌ جي سنت اُڏيري لال جو جنم بہ چيٽي چنڊ جي ڏينهن تي ٿيو هو هن ڏينهن سنڌ جي شهر اُڏيري لال ۾ وڏو ميلو لڳندو آهي، ان ڪان سواءِ مختلف شهرن ٽاٽي بولا خان، سري، مول، ڪراچي، پير پٺي ۽ ٻين شهرن ۾ بہ ان ڏينهن تي اُڏيري لال جي جنم ڏڻ جي حوالي سان ميلا ٿيندا آهن. هاري ناري چيٽ جو فصل ڪٽي واندا ٿي وڏي تعداد ۾ هن ميلي ۾ شريڪ ٿيندا آهن. اڏيري لال جي ميلي کي 'جاٽ جو ميلو' بہ ڪري چوندا آهن ۽ ميلي لاءِ ايندڙ زيارتين کي 'جاٽي' سڏيو ويندو آهي. مسلمان اُڏيري کي شيخ طاهر سڏيندا آهن. ان ڪري هي ڏينهن يڪسان عقيدت جو ڏينهن ڪري ملهائيندا آهن. 'جهولي لال ٻيڙا پار' جا نعرا لڳندا آهن. سڄي هند ۾ سنڌي هندن جهولي لال جا مندر قائم ڪيا آهن. رڳو دهليءَ ۾ جهولي لال جا چاليهہ مندر آهن، جيڪي مختلف سنڌي پنچائتون هلائينديون آهن ۽ انهن جي گڏيل فيڊريشن، چيٽي چنڊ جو ڏينهن وڏيءَ اهميت سان ملهائيندي آهي، ان ڏس ۾ اشوڪ وهار دهليءَ ۾ 'جهولي لال جو چاليهو' وڏيءَ ڌام ڌوم سان ملهايو ويندو آهي.

**چيجاپور** (ديهہ): ضلعي دادو جي تعلقي خيرپور ناٿن شاهہ جي هڪ ڳوٺ ۽ جاگير جو نالو آهي، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

چيجاپور، صاحب خان کوسو ۽ هوري، چيجاپور جاگير، چيجاپور رعيتي ۽ سهراب ٻگهيو.



**چيچَ**: هٿن ۽ پيرن جي آڱرن جي ننڍي آڱر کي 'چيچ' چئبو آهي. هٿ جي چيچ ۾ ڇلو پائبو آهي. چيچون موڙي ملائڻ محبت جي نشاني سمجهي ويندي آهي.

محبت مٺا يار، کنهن چيچ پائي چوريا.

*(جامع سنڌي لغات، جلد 1، ص: 753)*

شاهہ لطيف جي اوائلي مجازي عشق جي نسبت سان هيٺين سٽ تاريخن ۾ بيان ڪئي وئي آهي:

'جنهن جي چيچ سيد هٿ ۾، تنهن کي لهر نہ ڪو لوڏو.'

هڪ لوڪ گيت ۾ بہ چيچ ۽ ڇلي جو ذڪر آهي، جيڪو نامور فنڪار جيجي زرينہ هن ريت ڳايو آهي:

ڀيڻ منهنجو ڇلڙو پاٽيءَ ۾،
اديون منهنجو ڇلڙو پاٽيءَ ۾،
پاتم چيچ ۾ ڙي،
ٿي پيو گهر گهلو ڙي،
ڪري پيو کوهہ ۾ ڙي!

**چيچڙو** [1] (ڳوٺ): چيچڙو ڳوٺ، پني عاقل تعلقي جي قديم ترين وسندي آهي. راءِ گهراڻي جي دور ۾ هي سنڌ جو هڪ قديم بندرگاهہ هو. درياهہ جي ويڪري ۽ اونهي پيٽ جا نشان هتي اڃا بہ موجود آهن. هن شهر کي 20هين صديءَ جي پهرين ڏهاڪن ۾ اهم حيثيت حاصل هئي. هن جي ڀرسان مشهور راوڙ سڙڪ هئي، جيڪا اڄ پتڻ منار، اروڙ ۽ وس تائين ويندي هئي. چيچڙي ڪان اروڙ، وس ۽ ماٿيلو هڪ جيترو مفاصلو هو. مجاهد خان جڏهن دهلي ڪان وڏو لشڪر وٺي بکر تي ڪاهڻ آيو هو تہ چيچڙي ڪان مٿي پڙاءُ ڪيو هئائين ۽ اتي ئي سلطان زين العابدين سان سندس مقابلو ٿيو هو. جنهن ۾ ارغون ڪوڪلتاش جا هزارين ماڻهو مئا هئا، جيڪي اتي ئي دفن ڪيا ويا هئا. اهو ئي سبب آهي، جو چيچڙي جي آسپاس قبرستان آهن ۽ شهيد نالي ڳوٺ بہ آهي. هن ئي شهر جي ماڻهن اڳتي هلي پني عاقل کي وسايو ۽ پنوعاقل ڳوٺ مان شهر ۽ چيچڙو شهر مان ڳوٺ بڻجي ويو. 1940ع ڪان اڳ هي وڏو تجارتي مرڪز هو. اڄ بہ چيچڙي ۾ وڏين بازارين جا نشان صاف ڏسڻ

۾ اچن ٿا. هن شهر جا اڪثر هندو اورنگزيب جي دور ۾ مسلمان ٿيا هئا ۽ سنجوڳي شيخ سڏبا هئا، يعني هڪ ئي وقت مسلمان به هئا ته هندو روايتن کي به قائم رکندا هئا ۽ ڳئون کهڻ کي وڏو پاپ سمجهندا هئا. بعد ۾ انهن کي مولانا تاج محمد امروٽي ۽ خليفي محمد صالح مسلمانيءَ ۾ آندو ۽ سندن نالا تبديل ڪيا. ڪليڪٽر نور محمد شيخ به اتان جو هو، جنهن جو پٽ جسٽس عبدالقادر شيخ 1977ع ڌاري سنڌ جو گورنر ۽ ان کان اڳ هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس به رهيو. چيچڙي ۾ هند سنڌ جي مشهور سنت ايسرداس جي سماڌي ۽ مڙهي آهي، جنهن مٿان 18 فوٽ ڊگهو سنهين سرن سان ٺهيل قبو اڏيل آهي، جيڪو اڄ به صحيح سالم حالت ۾ موجود آهي.

چيچڙي پرسان ٽي درگاهه بگو شير، پير باعد، لال فريد ۽ بين جا قبا موجود آهن. اتر طرف لال پير جو مقام ۽ هيلو- عادلپور ٽائين پکڙيل آهي. انهيءَ مقام ۾ صديق سيهڙ جو روضو موجود آهي. چيچڙي جي ويجهن ڳوٺن ۾ لنجاري، ڳاڙهڪو مُلا علي، روجو مهيسر ۽ پني آهن.

**چيچڙو** [2]: ڪمند جي رس پيڙڻ لاءِ لوهه مان ٺهيل هڪ قسم جي ٽڪسات کي چيچڙو چئبو آهي.

**چيَچڙو** (ديهه): ضلعي سکر جي تعلقي پني عاقل ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خوشحال مهيسر، پانڌي مجاور، راجو مهيسر ۽ پانڌي ڪرڪسو.

**چيچڪو/ چيچڪا**: گدامڙي، سِرنهن ۽ ٻير جي وڻ جي ٻج کي چيچڪو چئبو آهي. چيچڪا ڪچا رڌي کائبا آهن. ٻير جا چيچڪا، درياهه جي ڪنارن سان ڇٽبا آهن ته سانوڻيءَ/ آبڪلاٽيءَ جي مندر ۾ وڻڪار ۽ ٻيلن جي صورت اختيار ڪندا آهن. مشهور شاعر اُستاد بخاريءَ به ’چيچڪن‘ کي هن ريت ڳايو آهي:

چيائون ته ٻيلا وڍيندا وتون ٿا،
چيم چيچڪن کي چٽيندا وتون ٿا.

**چيچ مگڻ ڪنهن کي ڏيان** (راند): هيءَ راند اڪثر ڪري ڇوڪريون گهرن ۾ کيڏنديون آهن. ڪڏهن ڪڏهن ننڍا ڇوڪرا به ساڻن گڏجي راند ڪندا آهن. هن راند ۾ به ٽوليون هونديون آهن. هڪ ٽولي قطار ۾ زمين تي ويهندي آهي ۽ ٻي ٽولي وري ٿوري وٿيءَ تي قطار ۾ ويهندي آهي. هڪ ٽياڪڙ ڇوڪري کي امپاير ڪٿي چئجي، سا هڪ ٺڪريءَ جو ٽڪر هٿ ۾ جهلي يعني مُٺ ۾ لڪائي وڏي واڪ چوندي آهي ته ”چيچ مگڻ ڪنهن کي ڏيان؟“ تنهن تي ويٺل سڀ ٻار يڪي آواز سان چوندا ”يائر بچني، مون کي ڏي“، يا ڪٿي ڪٿي چوندا ته ”جيئَن پائر مون کي ڏي“. پوءِ اها ٽياڪڙ ڇوڪري ٻيٺل ڇوڪرين کي منجهائڻ لاءِ ويٺل ڇوڪرين جي مُٺين ۾ ٺڪريءَ ڏيڻ لاءِ هٿ وجهندي ويندي، جڻ ته هنن کي مُٺ ۾ ڏئي رهي آهي. مگر اهو سڄو ڪارنامو نهايت هوشياريءَ سان ڪندي ۽ ڪوڙ بدوڙ جو هٿ وجهندي ۽ ڏيندي ڪنهن کي به نه ۽ زور سان چوندي ويندي ته ”چيچ مگڻ ڪنهن کي ڏيان؟“ ۽ ٻارن جي طرفان به ساڳيو جواب ملندو رهندس ته ”يائر بچني، مون کي ڏي“ آخر سامهون ٻيٺل ٻارن کي مغالطي ۾ وجهي ويٺل ٻارن مان ڪنهن نه ڪنهن ٻار کي اها ٺڪري مُٺ ۾ وجهي ويندي ۽ ڏسندڙ ٻارن مان ڪنهن کي به خبر نه پوندي ته ٺڪري ڪنهن جي مٺ ۾ وڌائين. آخر ٺڪري ڏيڻ بعد ويساهي ڏئي، زور سان چوندي آهي ته هاڻي چيچ مگڻ اچي ڳولي ڏيو ته ڪنهن کي مليو آهي. اهو اعلان ٻڌي هڪ ٻار ٻيٺل ٽوليءَ مان ٺڪري سوچي سوچي ويٺل ٻارن مان ڪنهن جي مٺي تي اچي هٿ رکندو. جيڪڏهن هن ڪنهن اهڙي ٻار جي مٺي تي هٿ رکيو جنهن وٽ سچ پچ اها ٺڪري هوندي ته اهو ٻار يعني ٺڪريءَ وارو کاٽو ۽ ويٺل ٻار سان وڃي شامل ٿيندو. اهڙيءَ طرح راند هلندي رهندي ۽ ايستائين پيئي هلندي، جيستائين ڪا به هڪ ٽولي پنهنجا سڀ ميمبر کپائي پورا نه ڪندي. ان بعد وري ٻيءَ ٽوليءَ کي وارو ملندو. هيءَ راند ٻارن ۾ ڏاڍو چاهه پيدا ڪندي آهي ۽ ٿوري گهڻي جسماني ورزش سان گڏ سندن ذهني تربيت ٿيندي رهندي آهي. هو ڌيان ڏيڻ سکندا آهن. چو ته جيڪڏهن ڌيان نه ڏيندا ته ڪين اهو پتو نه پوندو ته چيچ مگڻ ڪنهن کي مليس ساڳيءَ طرح ٻارن جي منهن ڏانهن نهاري معلوم ڪندا ته اها شيءِ ڪهڙي ٻار وٽ ٿي سگهي ٿي. انهيءَ ڪوڃنا سبب منجهن سڃاڻڻ جو ڳڻ به پيدا ٿو ٿئي، جيڪو اڳتي هلي زندگيءَ جي لاهين چاڙهين ۾ ڪم اچي ٿو.

**چيچن داس رائسنگهاڻي**: چيچنداس رائسنگهاڻيءَ، 3 مارچ 1911ع تي، هاسارام رائسنگهاڻيءَ جي گهر ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. انگريزيءَ جو وڏو ودوان رهيو آهي. هن نفسيات (Psychology) جي موضوع تي سي. ايچ. راءِ جي نالي سان 15 ڪتاب لکيا آهن، جن مان ڪجهه هن ريت آهن:

(1) Marriage Testment
(2) Wedding Night
(3) Marriage Technique
(4) Boy or Girl at Will
(5) Honey for Health

هن انگريزيءَ ۾ ڪيترين ڪهاڻيون به لکيون. ورهاڱي کان پوءِ لڏي وڃي هندستان جي شهر پوني ۾ رهيو.

**چيخوف** (Chekhov, Anton Pavlovich): مشهور روسي ليکڪ، جنهن افسانوي ۽ ڊرامي کي روس ۽ مغرب ۾ هڪ نئون مقام ڏياريون. چيخوف جي لکڻين ۾ عام ماڻهن جي زندگين جي ڏکن ۽ دردن جو ذڪر آهي، هن جا پلاٽ سادا آهن ۽ افسانن ۽ ڊرامن جي پڇاڻي به ڏاڍي شاندار آهي. چيخوف 1860ع ڌاري ڏاکڻي روسي ڳوٺ ٽاگانروڪ ۾ پيدا ٿيو، جتي هن جو پيءُ ننڍو جنرل اسٽور هلائيندو هو. 1879ع ۾ هن ماسڪو يونيورسٽيءَ ۾ طب پڙهڻ لاءِ داخلا ورتي. شاگرديءَ واري



دور ۾ ئي هن گهر جي مالي مدد لاءِ مزاحيه مئگزينن ۾ خاڪا لکڻ شروع ڪيا. تعليم مڪمل ٿيڻ کانپوءِ هن 1884ع ۾ طب جي پريڪٽس شروع ڪئي پر ان سان گڏ لکڻ جو سلسلو به جاري رکيو. 1887ع ۾ هن جي ادبي صلاحيتن کي عوامي مقبوليت ملي چڪي هئي ۽ لکڻ پڙهڻ واري عمل سبب هن کي طب لاءِ گهٽ واندڪائي ملڻ لڳي. 1890ع ۾ چيخوف ريل گاڏي ۽ ٽانگي تي سائيبريا جو 9650 ڪلوميٽر ڊگهو ۽ ڏکيو سفر ڪيو.

1891ع ۾ هن ڏکڻ ماسڪو ۾ ننڍي جاگير خريد ڪئي ۽ پنهنجون بهترين ڪهاڻيون اتي لکيائين. هو ڪيترن سالن کان سلهه جي بيماري ۾ ورتل هو ۽ 1897ع ۾ بهتر آبهوا واري علائقي يالتا لڏي ويو. ڊگهي عرصي کان هن جي ٿيٽر ۾ دلچسپي هئي. هن جي شروعاتي اهم ڊرامن جي پروڊڪشن ناڪام ٿي، ٿيٽر ۾ هن کي پهرين ڪاميابي 1898ع ۾ ملي. 1901ع ۾ هن نوجوان اداڪاره اونگا ڪنپر سان شادي ڪئي. هن جا هيٺيان افسانا ۽ افسانوي مجموعا مشهور آهن:

(1) The Name Day Party- 1888 (2) The Steppe-1888

(3) A Dreary Story -1889, (4) An Attock of Nerves- 1889,

(5) The Duel-1891, (6) Word No.6-1892,

(7) The Man in a Case, The Lady with the Little Day.

چيخوف کي انگريزيءَ ۾ برطانوي محقق ڪانسٽينس گارنيٽ جي ترجمن جي ڪري سڃاڻپ ملي، جنهن جو ترجمو ڪيل شيون 1916ع کان 1926ع جي وچ ۾ شايع ٿيون. 1920ع جي ڏهاڪي ۾ هي ڊراما انگريزي اسٽيج تي ڇائنجي ويا، چيخوف جا ڪيترائي افسانا اردوءَ ۽ سنڌيءَ ۾ به شايع ٿي چڪا آهن. سنڌ ۽ هند جي سنڌي ڪهاڻيڪارن تي چيخوف جو ڪافي اثر رهيو آهي. مشهور اديب اي. جي. اتم چيخوف جا ڪجهه ڪتاب ترجمو ڪيا آهن.

چيخوف 1904ع ۾ سلهه جي بيماريءَ سبب وفات ڪئي.

**چيرائو**: هڪ قسم جو پسارڪو وکر آهي، جنهن کي چرائتو ۽ چِرائت به چيو ويجي ٿو. هن جون ڪاٺيون ۽ پن سڪل ڪاري رنگ جا ٿين ٿا. ذائقي ۾ تمام ڪڙا آهن. سنڌ جي حڪيمن موجب هن جو ڪاڙهو ڪري پيارڻ سان دل ۽ جگر کي تقويت ملي ٿي، جلندر، پگهر ۽ جگر جي سور، وائي بادي ۽ سخت سوج کي تحليل ڪرڻ، ڪنگهه، دمڪشي، ماليخوليا جي علاج ۾ پڻ مفيد آهي. پيشاب کي جاري ڪري ٿو مثاني جي ڦٽ بيمارين، نون ۽ پراڻن تپن لاءِ مجرب آهي.

**چِيرو** (ڪپڙي جو قسم): چيرو ڪپڙي جو هڪ رگيل قسم آهي. گهڻو ڪري جوڌپوري طرز تي ٻڌل وڏي رنگين پٽڪي کي 'چيرو' چوندا آهن. آڳاٽي دور ۾ سما ۽ سومرا 'چيرو' ٻڌندا هئا. هن وقت به ٿر ۾ 'چيري' ٻڌڻ جو رواج آهي.

**چيرولي** (معدنيات): معدنيات جو هڪ قسم (جيڪو جاين جي اڏاوت ۾ چن سان ملائي ڪم آڻبو آهي. سنڌ ۾ چيروليءَ جا ٽي قسم اڇو، ڳاڙهو ۽ ميرانجهڙو آهن. سنڌ جي ڪيترن هنڌن تان چيرولي جا تهه لڌا آهن. جيئن دادو ضلعي ۾ ڪوٽڙي، ٽاٽي بولا خان، جهمپير، ميٽنگ ۽ جهرڪن جي آسپاس ۽ پب جبل مان چيرولي ملندي آهي. هي معدنيات غير شفاف ۽ شيشي جي تلهن چاپڙن وانگر جابلو ايراضيءَ مان ملندي آهي. چيرولي جا تهه ابرق وانگر ٿيندا آهن.

**چيري** (Cherry): چيري جي وڻ جو نباتاتي نالو Prunus آهي. چيريءَ جو وڻ پاڪستان، ڪشمير ۽ بلوچستان ۾ ڪثرت سان ٿئي ٿو انهيءَ کان سواءِ هماليه سان لاڳاپيل علائقن ۽ افغانستان ۾ ٿئي ٿو ان کانسواءِ يورپ ۽ اتر آفريڪا ۾ به هن وڻ جا ڪيترا قسم ملن ٿا. هي وڻ تاريخ کان اڳ به پوکيو ويندو هو. هن وڻ جي ڇتسالي اطوليه جي مندرن مان جيڪي 72 ق. م جا قديم آهن. هن وڻ جو انگريزي نالو چيري (Cherry) آهي، جڏهن ته ان کي فرينچ ۾ Cerise ۽ اسپينيءَ ۾ Cereza سڏين ٿا. چيريءَ جون دنيا ۾ 55 جنسون موجود آهن، جيڪي مختلف خطن ۾ پوکيون وڃن ٿيون. هي وڻ گهڻو ڪري اونهاري ۾ پوکيو وڃي ٿو يورپ ۾ هي وڻ جُون مهيني ۽ برطانيه ۾ جولاءِ مهيني ۾ پوکيو وڃي ٿو دنيا ۾



هن جي پوکيءَ مان ملين ٽن ميوو ملي ٿو رت جي ڪوٽ ۽ بلڊ ڪينسر ۾ غذا طور ڪارائڻ سان فائدي جا امڪان آهن. ڪٽي چيري بلڊ پريشر گهٽائي ٿي، ۽ ٽي مهينا لاڳيتو ڪائڻ سان هاءِ بلڊ پريشر ۾ به فائدو ٿئي ٿو آمريڪا ۾ هڪ پارتي سائنسدان تحقيق ڪئي آهي ته چيري ڪائڻ سان سنڌن جو سور، هارٽ اٽيڪ ۽ دل جي دوري ۾ فائدو ٿئي ٿو.

**چيڙ/ چيل** (Long Leaved Pine): وڻن جي صنوبري (Panacea) خاندان جي جنس (Pinus) ۾ شامل هن وڻ جو سائنسي نالو Pinus-Robughi آهي. هي وڻ 500 کان 2300 ميٽرن جي بلنديءَ تائين پاڪستان ۽ هندستان جي اترين علائقن سميت نيپال ۽ ڀوٽان جي جابلو سلسلن ۾ ڄمندو آهي. چيل کي سنڌيءَ ۾ 'چيڙ' به چوندا آهن. پنهنجي خاندان جي ٻين وڻن مثلاً: بليو پائن، چائينز وائٽ پائن ۽ چلغوزه کان گهٽ ڊگهو ٿيندو آهي. هن جي ڊگهائي 30 کان 50 ميٽر ٿئي ٿي ۽ ٿڙ جو گهيرو ٻن ميٽرن تائين هوندو آهي. هن جا سئيءَ وانگر پن 20 کان 35 ملي ميٽر ڊگها ۽ پيلاڻ مائل سائي رنگ جا هوندا آهن. هن جا ٻج 8 کان



9 ملي ميٽر ڊگها ۽ ڪجهه وانگر نرم هوندا آهن. اترين علائقن کان سواءِ پاڪستان ۾ هي وڻ ڊونگا گلي، مري، ڪهوٽا ۽ راولپنڊي ۾ به ملندا آهن. هن جون ٻاڙون گهاٽيون ۽ ڦهليل هونديون آهن. چيڙ جي عمدي ڪاٺي عمارتن جي ڇتن، فرشن، ريلوي جي سليپرن، ٽيلي فون جي پڪن، پيڪنگ جي دٻن، ڊرائنگ بورڊ ۽ ميزون وغيره ناهڻ ۾ استعمال ٿيندي آهي.سنڌ ۾ به چيل جو ڪاٺ استعمال ۾ ايندو آهي.

**چيڙهه**: مٽي جي وارن ۾ ڄميل تيل ۽ مٽيءَ کي 'چيڙهه' چيو ويندو آهي ۽ مٽيءَ جي مر جي ڪري وار گهنججي پوندا آهن. وهنجڻ بعد مر نڪري ويندي آهي ۽ وار صاف ٿي ويندا آهن. 'چيڙهه' لفظ شاهه لطيف به سُر مارئيءَ ۾ هن ريت ڳايو آهي:

'پيم چيڙهه چڳن ۾، پيئن رَتُ جيون'.

**چيزل شاهه**: مشهور صوفي ۽ ڪافي گو شاعر سيد چيزل شاهه پنهنجي وقت جي وڏي صوفي شاعر سيد رکيل شاهه جو فرزند هو سيد چيزل شاهه بلوچستان جي ڳوٺ فتح پور تعلقي گنداواهه



۾ 1332هه مطابق 1914ع ۾ ڄائو. سندس ڏاڏنگ مان سيد عبدالغني 'سوا ڪيري' وارو به وڏو صاحب ولايت بزرگ ٿي گذريو آهي. سيد رکيل شاهه پنهنجي فرزند سيد چيزل شاهه کي تعليم ڏيارڻ لاءِ مولوي استاد پير بخش شاهه وٽ ڇڏيو جتي هن ديني تعليم، عربي، فارسي ۽ اردوءَ ۾ تعليم حاصل ڪئي. جڏهن سيد چيزل شاهه جي عمر چوڏهن سال ٿي ته سندس شادي پنهنجي ڏاڏنگ مان ڪرائي وئي. ٻي شادي جيڪب آباد جي بخاري ساداتن مان ڪيائين. ڪيس ٽن پُٽن: سيد صادق شاهه، سيد نياز حسين شاهه عرف حيدر شاهه ۽ سيد رکيل شاهه عرف علي اڪبر شاهه جو اولاد ٿيو.

سيد چيزل شاهه ننڍپڻ کان وٺي صوفي شاهه عنايت شهيد جهوڪ واري جي درگاهه تي پيءُ سان گڏ حاضريون ڀريندو هو ۽ سندس شاهه شهيد جي سلسلي جي اهم شاعرن ۾ شمار ٿيندو هو هن 21 سالن جي عمر ۾ پنهنجي پيءُ جي هٿ تي بيعت ڪري صوفي طريقي جي راهه اختيار ڪئي ۽ پيءُ جي پيرويءَ ۾ درگاهه جهوڪ شريف جي طالبيءَ ۾ رهيو. سيد رکيل شاهه صوفيءَ جي لاڏاڻي بعد صوفي چيزل شاهه سجاده نشين ٿيو چيزل شاهه درگاهه رکيل شاهه فتح پور ۾ ذڪر ۽ فڪر کان سواءِ لنگر جو به بندوبست ڪندو هو. سندس سچي زندگي هڪ سچي صوفيءَ جو مثال هئي. سادي زندگي بسر ڪندو هو ننڍن ۽ وڏن سان عزت سان هلندو هو. ڪو به ماڻهو وٽس ايندو هو ته ان جي مراد پوري ڪندو هو. ماڻهن جي عيب ثواب ڏي نه نهاريندو هو. ڏينهن ۾ ٽي ڪچهريون ڪندو هو ۽ صبح جو عام ماڻهن ۽ طالبن جا ڏک سور معلوم ڪندو هو. منجهند جو عالمن سان ڪچهري ڪندو هو شام جو فيصلا ۽ نبيرا ڪندو هو جڏهن ته رات جو مانيءَ کان پوءِ فقيرن سان ڪچهري ڪندو هو ان بعد محفل سماع ٿيندي هئي. هن صوفي شاعر جي ڪلام ۾ تصوف ۽ عشق جا راز ۽ رمزون بيان ٿيل آهن. محبت جي مهراڻ جون ڇوليون ۽ صوفياڻيون صدائون آهن. سيد چيزل شاهه جي ڪلام ۾ قرباني، محبت ۽ انسانيت جو درس ملي ٿو سيد چيزل شاهه پنهنجي ڪلام ۾ ڪٿي منصور، سرمد، شاهه عنايت، سچل فقير، روحل فقير ۽ سيد رکيل شاهه وانگر دم هڻي ٿو ته ڪٿي شاهه ڀٽائي، ڪبير ڀڳت، گرونانڪ ۽ ساميءَ وانگر عجز ۽ نياز جو پيتلو ٻڌجي وڃي ٿو ڪٿي وري رومي، جامي ۽ سعديءَ وانگر طالب ٿي، زندگي گذارڻ جو درس ڏئي ٿو سندس ڪلام ۾ هر رنگ موجود آهي.

سيد چيزل شاهه، 15 شعبان 1404هه/ 1984ع تي وفات ڪئي. ڪيس فتح پور ۾ ئي دفن ڪيو ويو 'بحر العميق' جي نالي سان سندس شاعريءَ جي ڪتاب جا ڪيترائي ڇاپا ڇپجي چڪا آهن. تازو ڇاپو حڪيم اعجاز حسين چانڊيي جو ترتيب ڏنل 'بحر العميق' روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري پاران 2010ع ۾ شايع ٿيو آهي.

**چيڪارو** (ساز): هي ساز نهايت قديم آهي ۽ چيو وڃي ٿو ته مهاتما گوتم ٻڌ جي جنم کان به اڳ وڄايو ويندو هو ماهرن گوتم ٻڌ جي ڪهاڻين ۾ چيڪارو وڄائيندڙ مطربن جون تصويرون پٿر تي اُڪريل نروار ڪيون آهن. اڄڪلهه پوٺوهار جي واهڻن ۾ هن ساز کي گهُنگهرن وارن گزن سان وڄايو ويندو آهي. خاص طور بيت ۽ صدا ۾ هن جي سنگت ٻڌڻ وٽان آهي. هن کي ڪن هنڌن تي 'بيلا' به چون. روس جي ايشيائي (هاڻي آزاد) رياستن، روسي ترڪستان وغيره ۾ اهڙي قسم جو ساز وڄايو وڃي ٿو جنهن کي ڪمانچ چون ٿا، جنهن کي سنڌ ۾ 'ڪماچ' سڏيو ويندو آهي. ڪمانچو اصل ۾ ايراني ساز آهي، ڪمانچو ۽ چيڪارو هوبهو ساڳي صورت جا ساز نه آهن. چيڪاري جو طبلو يا ڪوکو عام طور ناريل جي ڪوپي جو ٺهيل ٿو. جنهن تي وري کل چاڙهبي آهي. ڪڏهن ڪڏهن اها ڪاٺ يا اليومينم جي ڪم آڻيندا آهن. هن ۾ ڪاٺ جي پوري ڏنڊي 2½ فوٽ کن ڊگهي ٿئي ۽ ان جي ٿولهه 2½ انچن جيتري آهي. هن ۾ چار تارون ٿين ٿيون. جي گهوڙي جي ستن ائن وارن جي مچلي وانگر هونديون آهن ۽ ڳتين ۾ ٻڌل ٿين ٿيون. اهي تارون ڏنڊي ۾ ٽنبي جي مٿان گهٽو ڪري ڪاٺ جي 'جواهري' تان گذاري، ٽنبي جي پويان ٺوڪيل لوهي ڪليءَ ۾ ٻڌل ٿين ٿيون. ڪن ۾ ڏاتو جون تارون به لڳائيندا آهن. گونج لاءِ انهن جي هيٺان طربون به ٿين ٿيون. هُن جي گنديءَ ۾ به گهوڙي جي پڇ جا وار ٿين ٿا. لوڪ ڪهاڻين ۾ به هن ساز جي سنگت ملي ٿي.



هي ساز ستار کان قدبت ۾ ننڍو ٿئي ٿو ان ڪري هن کي مڌم ستار به چوندا آهن. هي ساز ممڪن آهي ته ستار جي ابتدائي صورت هجي. هن ۾ چار تارون ٿين. پهرين فولاد جي تار، ٻي پتل جي تار، جيڪا 'جوڙي' سڏبي آهي، ٽين فولادي تار 'پنچم' سڏبي آهي، چوٿين تار ٿلهي پتل جي هوندي آهي، ان کي گرام سڏين. آوازي ڪوکو ڪدوءَ بجاءِ ڪاٺ جو چوڪور نموني جو ٿئي ٿو ڪلاسيڪي ستار وانگر هن جي 'باج' جي تار شڌ مڌم، جوڙيءَ جي تار کرج تي، پنچم جي تار پنچم تي ۽ گرام جي تار 'آس' تي ٻڌل هونديون آهن. هن جي ڏنڊي تي سرن جي جاين تي لوهه، پتل يا ڏاڳي جا پورا يا سندريون ٿين، جن کي اڳتي پوئتي ڪري ٺاٺ يا سرگرم ورتو ويندو آهي. هي ساز مضراب سان وڄندو آهي. هي ساز سنڌ، پنجاب ۽ ڪشمير ۾ به وڄي ٿو.

**چِيڪ جمهوريه** (Czech Republic): هن ملڪ جو سرڪاري نالو 'چيڪ جمهوريه' ۽ پراڻو نالو 'چيڪو سلواڪيا' آهي. جمهوريه چيڪ، قديم علائقن بوهيميا (Bohemia)، موراويا (Moravia) ۽ وچ اوڀر جي حصي سيلسيا (Silesia) تي، '05 °50 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ '28 °14 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. چيڪ جي موجوده علائقي ۾ پنجين صدي عيسويءَ ۾ سلاوڪ (Slavic) قبيلا اچي آباد ٿيا هئا. 623ع ۾ هڪ فرانڪش سوداگر سامو سلاوڪ سلطنت جو بنياد وڌو. 658ع ۾ وفات تائين حڪومت ڪندو رهيو ائين

صدي عيسويءَ ۾ سلاوڪ قبيلن شارلمين جي مدد ڪئي، جنهن جي مدد سان موراويا تي پڻ قبضو ٿي ويو نائين صديءَ ۾ موراويا سلطنت قائم ٿي. 10هين صدي عيسويءَ جي آخر ڌاري سيسي قبيلي بوهيميا ۾ مرڪزي حڪومت قائم ڪئي. 1212ع ۾ رومن شهنشاه فريڊرڪ - ٻئي، بوهيميا کي آزاد بادشاهت ۾ تبديل ڪيو 1618ع ۾ چيڪ نوابن هسبرگ خلاف




بغاوت ڪئي. جنهنڪري 30 سالن تائين جنگ جاري رهي. اوڻيهين صديءَ جي آخر ڌاري قومپرست تحريڪ، چيڪ لاءِ داخلي خودمختياريءَ جو مطالبو ڪيو 15 مارچ 1939ع تي هٽلر چيڪو سلواڪيا کي ختم ڪري بوهيميا ۽ موراويا کي حفاظت هيٺ علائقو قرار ڏنو ٻيءَ عالمي جنگ دوران روسي فوجون موجوده گاديءَ جي هنڌ 'پيراگ' تائين ڪاهي آيون. ان جنگ دوران 70 هزار چيڪ يهودي مارجي ويا. ٻهرين جنوري 1993ع تي چيڪ جمهوريه جو قيام عمل ۾ آيو چيڪ جمهوري ملڪ آهي، رياست جو مملڪتي اڳواڻ صدر ٿئي ٿو جنهن کي پارليامينٽ وسيلي پنجن سالن لاءِ چونڊيو ويو آهي. حڪومت جو اڳواڻ وزيراعظم آهي، جنهن کي صدر نامزد ڪندو آهي. هن ملڪ جي اُتر اولهه ۾ جرمني ۽ پولينڊ، ڏکڻ اولهه ۾ هنگري ۽ آسٽريليا جا ملڪ آهن. چيڪ خشڪيءَ ۽ سمنڊ ۾ گهيريل آهي. چيڪ جي ڪل پکيڙ 127869 چورس ڪلوميٽر ۽ آبادي هڪ ڪروڙ جي لڳ ڀڳ آهي. جمهوريه چيڪ جي گاديءَ جو هنڌ پراگ (Prague) آهي. هن ملڪ جي سرڪاري ٻولي چيڪ ۽ سلوواڪ آهي. ان کان سواءِ هن ملڪ ۾ جرمن، پولش، هنگرين ۽ ٻيون ٻوليون پڻ ڳالهايون وڃن ٿيون. هن ملڪ ۾ اڪثريت رومن ڪئٿولڪ وارن جي آهي، ان کان سواءِ هن ملڪ ۾ ٻين مذهبن جا ماڻهو پڻ آباد آهن. هتي موسم سياري ۾ سخت سرد ۽ اونهاري ۾ گرم ۽ گهميل رهي ٿي. هتي برسات گهٽي پوي ٿي. چيڪ جمهوريه جي مکيه فصلن ۾ ڪڻڪ، گوگڙو، پٽاٽا، مڪئي ۽ جوَ آهن ۽ معدنيات ۾ ڪوئلو تامو گرينائيٽ، يورينيم، مئگنيشيم ۽ پيٽرول آهن. هن ملڪ ۾ شيشي، موٽر گاڏين ۽ سيمينٽ جا وڏا ڪارخانا موجود آهن. چيڪ جمهوريا جو سڪو ڪرونا آهي. هن ملڪ جي آزاديءَ جو ڏهاڙو ٻهرين جنوري (1993ع) آهي. چيڪ جمهوريا، 9 فبروري 1993ع تي گڏيل قومن جو ميمبر بڻيو هن وقت (2011ع) ملڪ جو صدر وڪلوڪس (Vaclavklaus) ۽ وزيراعظم پيٽر نيڪس (Peter Necas) آهي.

**چيڪلو** (راند): هيءَ هڪ قسم جي راند آهي، جنهن کي سنڌ ۾ چيڪلي راند چوندا آهن. چيڪلي ناهڻ لاءِ ٻن ڪاٺين جي ضرورت پوندي آهي. هڪ ٺلهيري ڪاٺي زمين ۾ سڌي (مُني وانگر) کوڙي ويندي آهي، جيڪا زمين کان اڍائي ٽي فوٽ مٿي هوندي آهي. ان جو مٿيون پاسو لسو ۽ نوڪدار ٺاهيو ويندو آهي. ٻي ڪاٺي 6 کان 7 فوٽ ڊگهي هٿ ڪري، ان جي بلڪل وچ واري حصي کي ڪانچو (سوراخ ٺاهيو ويندو آهي) جيڪو نوڪدار پاسي جي سائيز مطابق ٺاهيو آهي ۽ ڪاٺيءَ کي نوڪدار حصي تي رکيو ويندو آهي.



هن راند ۾ ٻه ٻار هڪ ڪاٺيءَ جي هڪ پاسي، ٻيو ٻئي پاسي ويهندو آهي ۽ ڪاٺيءَ کي نوڪ تي رکي، گول گهمايو ويندو آهي. سنڌ ۾ روايت آهي ته مالوند ماڻهن ۾ هڪ ٽوٽڪو مروج آهي. جڏهن مال ۾ 'ساماڙي' جي بيماري ٿيندي آهي ته مال جي وٿاڻ ۾ چيڪلو ٺاهيندا آهن ۽ ٻارن کي چوندا آهن ته چيڪلي ۾ تيل ۽ اڱر وجهي ڦيرايو ته جيئن مال مان ساماڙي جي بيماري ختم ٿئي. چيڪلو ٻهراڙيءَ ۾ ڌنار ۽ ٻار اڪثر راند لاءِ ٺاهيندا آهن.

**چيڪلو/ چيڪلو** (پکي): هڪ قسم جو ڍانڊي پکي آهي، جيڪو ڳيري جيڏو، رنگ ميٽائون، ڪارا چٽ، پيٽ اڇو ڳچي ڳاڙهي ۽ سائي رنگ جو هوندو آهي، جنهن کي 'چيڪلو' يا 'چيخلو' به چوندا آهن. هيءُ ننڍڙو پکي تيز اڏامندڙ پکين ۾ شمار ٿيندو آهي. شڪاري به هن پکيءَ جو شڪار ڪندا آهن.



هيءَ اڇي ۽ ميرانجهي رنگن جو ٿيندو آهي، جنهن مان پاءَ کن گوشت نڪرندو آهي، جيڪو کائڻ ۾ لذيذ هوندو آهي.

**چيڪلي** (راند): هيءَ راند ڇوڪرين جي آهي، ٻه ٻه ڇوڪريون پاڻ ۾ هٿ هٿ ۾ ڏيئي، پير پيرن سان ملائي، ٻانهن جي وٿيءَ جيترو هڪ ٻئي کان هٽي ڦيري پائينديون آهن ۽ ڪي ٻول نهايت سهڻي انداز ۾ وڻندڙ آواز سان ڳائينديون رهنديون آهن. هن راند لاءِ بعضي ته هڪڙي جوڙي وارو وٺي بس ڪندي، پوءِ ٻي جوڙي وارو وٺندي آهي، مگر ڪن حالتن ۾ جيتريون جوڙيون ڇوڪرين جون هونديون، اوتريون گڏجي هڪ ئي وقت راند ۾ مشغول رهنديون آهن ۽ هر هڪ جوڙي پنهنجي وات سان راند جا ٻول اچارينديون رهنديون آهي. چيڪلي راند جا ٻول عام طور هي هوندا آهن:

ٻول 1: چيڪلي پايون پير گسايون،
پير ۾ ڪنڊي، صاحبلوڪ منڊو

ٻول 2: چيڪلي پايون پير گسايون،
پير ۾ ڪڙي لعل سوناري گهڙي

ٻول 3: چيڪلي پايون پير گسايون،
پير ۾ منڊي، ادل مڱيندي،
ڪٿي مڱيندي؟ شهر منگيندي،
شهر جي مصري، ڳالهہ ويٺي وسري.

هن ٽئين ٻول ۾ شهر مڱيندي لکيو ويو آهي. هونئن ان شهر لفظ جي جاءِ تي هر ٻار پنهنجي شهر يا پنهنجي ڀر واري ڳوٺ جو نالو وٺندو آهي.

چيڪلي پائيندي جيڪڏهن اتفاق سان ڪنهن ڇوڪريءَ جو هٿ ڇڏائجي ويو تہ اها ڪاٽي ۽ ان کي راند ۾ ويهاري ڇڏبو آهي. ان جي جاءِ وري ٻي ڇوڪري وٺندي آهي، جيڪڏهن انهيءَ جوڙيءَ سڀ ٻول چئي پورا ڪيا ۽ راند سلامتيءَ سان پوري ڪئي تہ پوءِ وري ٻي جوڙي وارو وٺندي آهي. اهڙيءَ طرح هيءَ راند ڪافي وقت تائين هلندي رهندي آهي. هن راند جي پهرين ٻول ۾ 'صاحبلوڪ' منڊو چيل آهي، هي ان دور جا ٻول جڙيل آهن. جڏهن اسان تي انگريزن جو راڄ هو هنن ٻولن مان ذارئين سامراج خلاف ٻارن جي نفرت جو اظهار ٿئي ٿو هن راند جا ٻيا ٻول زيورن بابت ۽ گهرن جي وسائڻ جي سلسلي جا آهن.

**چيڪو** (Sapota Berry/ Achras Sapota Linn): هيءَ هڪ قسم جو سدا بهار وڻ آهي، جنهن جو ميوو شوق سان کاڌو وڃي ٿو هن جو سائنسي نالو (Achras Sapotal) آهي. چيڪو جو اباڻو وطن ميڪسيڪو آهي. جتان هيءَ وڻ فلوريڊا، فلپائين، سريلنڪا ۽ انڊونيشيا، هندستان ۽ سنڌ ڏانهن پکڙيو هيءَ وڻ سنڌ ۾ ميرپورخاص ڪراچي، حيدرآباد، ٺٽي، بدين، ۽ نوابشاهہ ۾ تقريباً 55 سالن ڪان پوکجندو پيو اچي. چيڪو ڀارت جي سامونڊي علائقن جهڙوڪ: بمبئي، مدراس ۽ بنگال ۾ بہ جام پوکجي ٿو چيڪو بنيادي طرح سان جهنگلي ميوو آهي. هن جي اوچائي 15 ڪان 20 فوٽن تائين ٿئي ٿي. هن جون ٽاريون ڏڙ ڪان پکڙيل، هيٺ لڙڪيل ۽ لچڪيدار ٿين ٿيون.



هن جي وڻ جي کل ۾ کير جهڙي پاڻياٺ ٿئي ٿي، جنهن کي تجارتي طور 'چڪل' جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو چيڪو مان خاص ڪري چيگم (Chewing gum) وڏي مقدار ۾ ٺاهيو وڃي ٿو هن جا پن بيضوي، ٿلها، سخت چمڪدار ڊيگهہ ۾ چار ڪان پنج انچ ٿين ٿا. هن جو ميوو گول ۽ بيضوي شڪل جو ٿئي ٿو سنڌ ۾ چيڪو مختلف قسمن جي زمين تي پوکي سگهجي ٿو واريءَسي، لٽاشي زمين پيداوار لاءِ بهترين آهي. هيءَ وڻ پٿريلي تهن واري زمين جيڪا پاڻيءَ يا برسات ڪانپوءِ سخت ٿي وڃي، ان تي نہ ٿيندو آهي، جڏهن تہ سم واري زمين ۾ جنهن ۾ هڪ فوٽ تائين لڙٽيانو پاڻي هجي، اتي هن جي پوک ڪري سگهجي ٿي.

**آبهوا:** چيڪو گرم آبهوائي، سامونڊي علائقن ۾ پوکجي ٿو پر هن جي پوک گهميل ۽ خشڪ موسم ۾ بہ ٿئي ٿي. هن جي پوک ۾ وڌ ۾ وڌ گرمي پد 35.5c ۽ گهٽ ۾ گهٽ گرمي پد 11.1 سينٽي گريڊ تي ۽ سراسري طور 60 انچ ساليانِي مينهن تي ڪري سگهجي ٿي. جڏهن تہ هن جا ٻوٽا پاري يا ٿڌ ڪان وڏيڪ متاثر ٿين ٿا.

**نسل جي واڌ ويجهہ:** چيڪو جي نسل جي واڌ ويجهہ ٻج وسيلي توڙي پيوند سان ڪئي ويندي آهي، ڇو تہ انب وانگر ڪڪڙيءَ مان ڦٽل چيڪو جي اصلي جنس نہ ملندي آهي ۽ ڪڪڙيءَ ما ڦٽل ٻوٽا ڦر دير سان جهليندا آهن، انهيءَ ڪري هيءَ وڻ پيوندڪاريءَ واري طريقي مطابق پوکيو وڃي ٿو ان لاءِ کيرول جي ٻوٽي کي روٽ اسٽاڪ طور ڪم آندو وڃي ٿو هاڻي تجربن ڪانپوءِ هڪ نئون پيوندڪاريءَ جو طريقو ايجاد ڪيو ويو آهي، جنهن کي وينيئر پيوند چئجي ٿو هن وڻ جي پوکائي لاءِ 99 سيڪڙو هاڻي اهوئي طريقو اختيار ڪيو وڃي ٿو.

**چيڪو** (رسم): ونواهہ ۾ وينٺل ڪنوار کي روزانو 'چيڪو' يعني هيڊ، اَٽ ڪچور ۽ ڪچ ڪچور مليل ڄَون جو اٽو هڻبو آهي تہ جيئن سندس سونهن ۾ واڌارو ٿئي ٿو ونواهہ دوران ڪنوار کي ڪنهن مرد جي پڳ تي نظر وجهڻ بہ ڪو نہ ڏين. ونواهہ جي وچ وارن ڏينهن ۾ پاڙي وارا گهوٽ ۽ ڪنوار کي ٻُسريون ڏيندا آهن. اونهارو هجي تہ ڪنوار کي روزانو وهنجاربو آهي. ڪنوار جو لٿل چيڪو ڪنوار جي ماءُ يا ڪا ويجهي مائٽياڻي محفوظ رکندي آهي ۽ پوءِ وهانءَ واري رات، پهرئين ڏينهن واري چيڪو ڪان سواءِ باقي ٻين ڏينهن جو چيڪو پاڻيءَ ۾ لوڙهي ڇڏينديون آهن ۽ چيڪو وارو ٺڪر جو ٿانو بہ ڀڃي ڇڏينديون آهن. ڪنوار جي چيڪو واري اٽي جي ايتري سنڀال ڪنديون آهن، جو ڪنوار جي ڀرسان بہ ڪنهن کي لنگهڻ نہ ڏينديون آهن. ڪنوار ڪنهن سان هٿ بہ نہ ملائيندي آهي، متان عضون کي لڳل چيڪو ڪنهن کي ٿورو گهڻو لڳي پوي. ڪن علائقن ۾ ان کي 'آٽڻ ملڻ' بہ چون تہ 'ابٽڻ' بہ چون.

**چيڪي مٽي:** چيڪي مٽيءَ تمام نرم، ڀوري ۽ معدني شين تي مشتمل هوندي آهي. هيءَ سادي مٽيءَ اڪثر کيترن جبلن مان ملي ٿي. ان مٽيءَ جا جزا معدنيات تي مشتمل هوندا آهن. هيءَ مٽيءَ عام طور تي ڀوري، ڳاڙهي



يا سليٽي رنگ جي ٿيندي آهي. اهو رنگ Iron Oxide جي ڪري ٿِئي ٿو. چيڪي مٽيءَ زراعت ۾ تمام اهم ڪردار ادا ڪري ٿي. چيڪي مٽي، سادي مٽيءَ سان گڏجي فصل کي خوراڪ فراهم ڪري ٿي ۽ پاڻيءَ جي وهڪري

کي روڪڻ ۾ مدد ڏئي ٿي هي مٽي سادي مٽيءَ ۾ ملي ان کي ڳرو بڻائي ٿي. چيڪي مٽيءَ جا عام طور ٻه قسم آهن: هڪ ڦهلجندڙ مٽي ۽ ٻي نه ڦهلجندڙ مٽي. ڦهلجندڙ مٽي پاڻي ملائڻ تي وڌيڪ ڦهلجي پوندي آهي. وڌيڪ پاڻي ملائڻ سان پتڙي ٿي ويندي آهي، جڏهن ته نه ڦهلجڻ واري مٽيءَ ۾ جيڪڏهن پاڻي ملائبو آهي ته اها وڌيڪ نرم ٿي ويندي. ڦهلجڻ واري مٽيءَ کي Betonies چيو وڃي ٿو چيڪي مٽيءَ جو هڪ قسم تيل جي صفائي ڪرڻ لاءِ ٻه ڪيميائي عمل استعمال ڪيو وڃي ٿو نه ڦهلجندڙ چيڪي مٽيءَ نڪر جي ٿانون وغيره ٺاهڻ جي صنعت ۾ به استعمال ٿيندي آهي. جنهن مان سرون، ٽائلون، چيني جا ٿانو وغيره ٺاهيا وڃن ٿا.

**چي گويرا** (Che Guevara): لاطيني آمريڪا جو مشهور گوريلو اڳواڻ ۽ انقلابي نظريو ڏيندڙ چي گويرا 1928ع ۾ پيدا ٿيو هي 1960ع واري ڏهاڪي ۾ ڪاهي ڏر جي انقلابين جو هيرو بڻيو. هو روزاريو، ارجنٽائن جي هڪ وچولي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هن بيونس آئر يونيورسٽيءَ مان 1953ع ۾ ميڊيڪل جي ڊگري حاصل ڪئي. چي گويرا آمريڪا ۾ سماجي اڻ برابريءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ انقلاب کي اڪيلو رستو سمجهندو هو ان خيال هيٺ ئي هي 1954ع ۾ ميڪسيڪو ويو ۽ ڪيوبا جي جلا وطن انقلابين سان وڃي مليو جن جي قيادت جنرل فيڊل ڪاسترو ڪري رهيو هو 1950ع واري ڏهاڪي جي آخر ۾ هن ڪيوبا جي ڊڪٽيٽر خلاف فيڊل ڪاسترو سان گڏجي گوريلا جنگ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ جڏهن ڪاسترو اقتدار حاصل ڪيو ته هي ڪيوبا جي صنعتي وزير بڻيو ٽين دنيا ۾ آمريڪا جي اثر رسوخ جو شديد مخالف چي گويرا، ڪاسترو حڪومت جي ساجي ڏر وارن ڌانهن لاڙي ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هن گوريلا جنگ جي موضوع تي ٻه ڪتاب لکيا. هو 1965ع ۾ ڪيوبا مان گم ٿي ويو ۽ ٻئي سال بوليويا ۾ سرڪش اڳواڻ جي حيثيت ۾ ٻيهر سامهون آيو بوليويا جي فوج کيس گرفتار ڪري، 9 آڪٽوبر 1967ع تي گوليءَ سان اُڏائي، کيس قتل ڪري ڇڏيو 'چي گويرا جي ڊائري' ۾ شايع ٿي چڪي آهي ۽ جديد سنڌي شاعريءَ ۾ شيخ اياز کان وٺي نوجوانن پاران چي گويرا کي خراج تحسين پيش ڪيو ويو آهي.



**چي گويرا جي ڊائري** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڪيوبا جي عظيم انقلابي اڳواڻ چي گويرا جي بوليويا جي ٻيلن ۾ ويڙهه دوران گذريل پل پل جي يادگيرين تي مشتمل آهي، جنهن کي يوسف سنڌيءَ سنڌي ٻوليءَ ۾ آندو آهي. ڪتاب ۾ چي گويرا ڪيوبا جي آزاديءَ لاءِ گوريلا ويڙهه دوران پاڻ تي گذريل حالتن کي چٽيو ويو آهي. ڪتاب جي مهاڳ ۾ ڏکڻ آفريڪا جي عظيم انقلابي اڳواڻ نيلسن منڊيلا لکي ٿو ته: "هي نوٽ چي وانڊڪائيءَ جي انهن مُلهائتين گهڙين ۾ لکيا آهن، جيڪي گوريلا اڳواڻ جي حيثيت سان، سورهيائيءَ واري جسماني پورهيي دوران ڪڏهن ڪڏهن کيس ملنديون هيون. سهپ کان ٻاهر مادي مصيبتن ۾ به هن جي طبيعت جو جوهر نُرڙندڙ هو ۽ هن جو پختو عزم ۽ انفرادي طريقہ ڪار پوري طرح پڌرو ٿيندو هو" ڊائريءَ ۾ روزمره جي واقعن جو تفصيلي تجزيو ڪيو ويو آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو روشني پبليڪيشن 1988ع ۾ ڇاپيو جڏهن ته ٻيو ڇاپو گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد پاران 2004ع ۾ پڌرو ڪيو ويو آهي. 199 صفحن تي ڊيمي سائيز ۾ پڪي جلد سان ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي.




**چيل**[1] (ديهه): جيڪب آباد ضلعي جي ڪنڌ ڪوٽ تعلقي جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الاهي بخش ڪوسو تاج محمد بروهي، ڦيري آباد، اگهڻ گولاٽو عبدالرحمان، ٻاجهي خان ڪوسو ڪهڙ گولو ولي محمد ڪوسو مريد ڪوسو چيل جاڳين چيل آباد، عطا محمد، صوبو خان، نصرالله، مسمات سردار خاتون ۽ واحد بخش.

**چيل** [2] (ديهه): تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الاهي بخش ڪوسو، تاج محمد بروهي، ڦيرڪ آباد، اگهڻ گولاٽو عبدالرحمٰن، ٻاجهي خان ڪوسو ڪهڙ گولو ولي محمد ڪوسو مريد ڪوسو چيل جاڳين، چيل آباد، عطا محمد سوبو خان، نصرالله، مسمات سردار خاتُن ۽ واحد بخش.

**چيل**[3] (ديهه): ضلعي سکر جي تعلقي روهڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

يوسف انڙ حاجي خالد چاچڙ الهيار چاچڙ موسيٰ خان چاچڙ منصور حسين چاچڙ، ربو شيخ، چيل، شاهنواز، صاحبڏنو شنبائي، چوڌري غلام محمد، سلطان مگريو حاجي چاچڙ ڪريم بخش ناپر، حاجي عوض محمد، چوڌري غلام رسول، رتوڦلپوٽو گل فقير، مريد مگريو، اميراحمد، محمد افضال ۽ قادرآباد.

**چيلاٽو** (ڏينبو): هڪ قسم جو زهريلو اڏامندڙ جيت آهي، جيڪو عام طرح جابلو توڙي رهائشي علائقن ۾ ٿيندو آهي. هي جيت جبل جي ڏارن، سيرن ۽ ڏاڙهه ۾ توڙي پراڻن ڊٺل گهرن ۾ پنهنجا مانارا ٺاهيندو آهي. سياري جي مند ۾ جڏهن پهاڙي جيتن ۾ ڪمي ايندي آهي، تڏهن ميداني علائقن ۾ نقل مڪاني ڪندو آهي. هيءُ جيت ڳاڙهي رنگ جو ٿيندو آهي. جنهن تي پيلا چٽا ٺهيل هوندا آهن. ڪن ڏينبن تي ڪارا پٽا به ٿيندا آهن. هن جيت کي عام طرح 'ڦنڌاري ڏينبو' يا 'ڏونگري ڏينبو' به چوندا آهن. هيءُ ديسي ڪکر کان ڪجهه وڏيرڙو ڳاڙهي ڪاري رنگ تي اڏامندڙ جيت آهي. هن جي ڏنگ ۾ سخت زهر ٿيندو آهي. جنهن سان ڏنگيل ماڻهوءَ جو عضوو سڄي پوندو آهي ۽ کيس چڪر به ايندا آهن.



**چيلاڙو** (ديهہ): تعلقي ميرپورخاص ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اوطاق سيٺ نارائڻ داس، سيٺ موهن داس، ميوو خان لغاري، لعل دين، ويرسي ڪولهي ۽ اوطاق سيٺ هاري.

**چيلاڙي** (ديهہ): تعلقي عمرڪوٽ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جڳت سنگهہ، باگودل، چيلاڙي دابور شاهہ، ڏناسر ۽ سيد حاڪم شاهہ.

**چيلاسنگهہ سيتل داس ڪاليج** (C & S College): سنڌ ۾ انگريزن جي آمد کان پوءِ ۽ جديد سنڌي لپيءَ جي تشڪيل بعد سنڌ ۾ تعليمي انقلاب جون نيون راهون روشن ٿيون. اُپر سنڌ جي شهر شڪارپور ۾ ڪيترين اهڙين علمي شخصيتون موجود هيون، جن پنهنجي جاڻ ۽ ڏاهپ سان سنڌ جي تعليمي تاريخ ۾ پنهنجو نالو ڪيو ۽ ڪيترا تعليمي ادارا قائم ڪيا. انهن تعليمي ادارن ۾ چيلاسنگهہ سيتل داس (سي اينڊ ايس) ڪاليج شڪارپور جو اهم ڪردار آهي. جنهن جي سونهري تاريخ تي سنڌ تي سدائين فخر ڪندو. هن ڪاليج جو سمورو ڪريڊٽ سيٺ سيتل داس تيرٿ داس پنجابيءَ ڏانهن وڃي ٿو جنهن اهڙي شاندار ڪاليج کي برپا




ڪرڻ لاءِ تصور پيش ڪري، عملي قدم کنيا. هن 1926ع کان پنهنجي سپني کي ساڀيان ڏيڻ لاءِ جاکوڙ شروع ڪئي، ۽ 1927ع ۾ اُپر سنڌ ڪاليج ايسوسيئيشن رجسٽر ڪرائي. ساڻس هن علمي ڪم ۾ مسٽر ناڪر داس، نارائڻ داس (جج)، سيٺ چيلاسنگهہ سترامداس ۽ پروفيسر شيوارام پيروانيءَ کان سواءِ سيٺ دولترام، سيٺ شولداس، ڊاڪٽر پڳوان داس، ڊاڪٽر ڪشنچند، ديوان واڌو مل گوڪلاڻي ۽ ڦهو مل جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن سيني جي ڪوشش سان 17 جولاءِ 1933ع تي ڪاليج جو افتتاح ٿيو جيڪو ايچ. ٽي. سورلي ڪيو جڏهن ته اصل ۾ هن ڪاليج جو افتتاح ميران اسڪول حيدرآباد جي باني، ساڌو ٽي. ايل. واسوانيءَ کي ڪرڻو هو جيڪو بيماريءَ سبب پهچي نه سگهيو افتتاحي تقرير ديوان پوجسنگهہ ڪئي. هن ڪاليج جي قيام لاءِ ابتدائي طور سيٺ سيتلداس 25000 روپيا گڏ ڪيا، جڏهن ته شڪارپور ۾ سخي شخص سيٺ چيلاسنگهہ سترام داس 65000 روپيا ڏان ۾ ڏنا. نتيجي طور هنن ٻنهي شخصيتن جي مجتا طور ڪاليج جو نالو 'چيلاسنگهہ اينڊ سيتل داس ڪاليج' (سي. اينڊ ايس. ڪاليج) رکيو ويو سکر جي ڏهوڪي ڪليڪٽر ايچ. ٽي. سورلي، پنهنجي صدارتي تقريب ۾ ڪاليج جي باني جي ڪوشش کي ساراهيو 'چيلاسنگهہ ۽ سيتلداس ڪاليج' 1937ع ۾ پراڻي ميونسپل بلڊنگ مان نئين عمارت ۾ منتقل ڪيو ويو جيڪا قومي شاهراهہ تي جُڙي راس ٿي هئي. هن ڪاليج جو سنڌ جي علمي ادبي تاريخ ۽ تعليمي سجاڳيءَ ۾ وڏو حصو آهي. جنهن ۾ تعليم جي جديد طريقن کي اختيار ڪيو ويو سنڌ جي قومي شاعر شيخ اياز ۽ ٻين ڪيترين شخصيتن هن ڪاليج مان تعليم پرائي.

**چيلسو/ چيلسي** (ٻولي): هن ٻوليءَ کي چلس ۽ گلاس به سڏيو وڃي ٿو. هيءَ هندو يورپي، هند-ايراني ۽ هند-آريائي ٻولين جي خاندان مان آهي. هن ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ خاص طور پاڪستان ۾ ڪشمير واري علائقي ۾ ڪولي چراس ۽ جهل ڪوٽ سميت سنڌو درياهہ جي اُڀرندي ڪناري تي آباد آهن. هيءَ ٻولي هيٺين ٻولين سان ملندڙ جلندڙ آهي: (1) گورو ٻوليءَ سان 65% کان 68%، (2) سنڌو ڪوهستاني 70%، (3) بٽيري 54%، (4) شنا 48% کان 36% تائين، (5) تور والي 26%، (6) ڪالامي ٻولي سان 25%. چيلسو ٻولي سنڌُو ڪوهستان، جلاس سميت سنڌو درياهہ جي ڏکڻ واري حصي ۾ ڳالهائي وڃي ٿي. ان سميت دراپل وادي، ترانگير وادي ۽ سازين ۾ پڻ رائج آهي ۽ اتان جا مقامي ماڻهو به هيءَ ٻولي ڳالهائين ٿا. هيءَ ٻولي پالوس ۽ ڪولي وارن علائقن ۾ ثانوي ٻولي طور رائج آهي ۽ واديءَ روشن ۾ به ڳالهائي وڃي ٿي.

**چيلڪ** (گاهہ): هڪ قسم جو گاهہ آهي، جيڪو سنڌ جي ڪن علائقن ۾ عام جام ٿئي ٿو جنهن کي 'جهل' به چوندا آهن. هيءَ ربيع جي مند ۾ ٿيندڙ فصل ۾ جام ٿيندو آهي. خاص ڪري ڪڻڪ جي فصل ۾ اُسري ٿو هن جو ٻوٽو ٿيندو آهي ۽ اُن جا پن سنها سنها جام ٿيندا آهن. هن جي ڀاڄي تمام لذيذ ٿيندي آهي.



**چيلو** (راند): چوپڙ، شطرنج وغيره جهڙين راندين ۾ سارين (ڳوٽڻ) رکڻ جي هڪ خاني کي چيلو چئبو آهي. بيل گاڏيءَ جي ڦيٽن مان ٺهيل پيچري کي به هن ئي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

**چيلو** (ديهہ): ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ميرو خان ۾ هڪ ديهہ جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سجڻ جا گهر، سيدن جو ڳوٺ، شيخن جا گهر، مغيرين جا گهر، دليل ٻرڙو، گل محمد بچو سيدن جا گهر، غلام شيخ، آچر جا گهر، نورالهدیٰ شاهہ، جمال چانڊيو جا گهر، جمعو خان بروهي.

**چيلهہ**: ضلعي عمرڪوٽ ۾ هڪ ڳوٺ جو نالو آهي، جيڪو عمرڪوٽ-ڪنري روڊ تي اوڀر طرف آهي. عمر ڪوٽ کان 25 ڪلوميٽر ڏکڻ ۾ آهي. وڏو ڳوٺ روڊ کان هڪ ڪلوميٽر جي پنڌ تي آهي. پر هن وقت روڊ تي ننڍڙو

شهر بہ ٺھي ويو آهي. هي ڳوٺ ديھہ چوندبا واہ ۾ لڙ ۽ ناري جي ڪناري تي آباد آهي. هن ڳوٺ جي اهميت ان ڪري بہ وڌي وئي آهي، جو هيءُ ڳوٺ لڙ ۽ ناري وارن پاڳن کي ملائيندڙ ڳوٺ آهي. هي ڳوٺ اڄ کان ڏيڍ يا پوڻا بہ سؤ سال اڳ آباد ٿيو هو. هن ڳوٺ جا موجوده رهاڪو اڳ، اولھہ طرف ڍوري جي الهندين ڪناري ڳوٺ 'چوندباواہ' ۾ رهندا هئا، پر سخت برسات سبب ريٽي آئي ۽ ماڻهو سر بچائي اچي هن ڏري تي ويٺا. ڳوٺ چيل ۾ بندرس (جيڪو رستي پرسان هاڻ ننڍڙو شهر آهي) جي آدم شماري 8000 جي لڳ ڀڳ آهي. ڍوري جي پاڻيءَ کي روڪڻ لاءِ انگريز سرڪار بند ٺهرايو هو جنهن سان ڍوري جو پاڻي بند سان لڳي بيهندو هو. انهيءَ ڪري ئي هيءُ 'چيلھہ بند' سڏجي ٿو. هن ڳوٺ ۾ رهندڙن جي اڪثريت سنڌي ڳالهائيندي آهي.

**چيلھہ** (Waist): جسم جي هڪ جاءِ، جنهن کي ڪمر بہ چوندا آهن. انساني جسم توڙي هر هڪ ساهہ واري جي تنتي سرشتي جو مدار 'چيلھہ' تي هوندو آهي.



چيلھہ کي ڪوبہ نقصان پهچندو آهي تہ هيٺيون ڌڙ مفلوج ۽ بيڪار ٿي ويندو آهي. جيئن تہ پٺيءَ جي ڪنڊي جو تعلق دل ۽ دماغ سان بہ هوندو آهي تہ ان ڪري هن کي نقصان پهچڻ سان جسم ۾ ساهہ جي آمد توڙي دماغي نظام بہ متاثر ٿي ويندو آهي.

'چيلھہ ڀڃي ڇڏڻ' جو اصطلاح ڪنهن کي تمام گهڻو ڪمزور ۽ بيڪار ڪري ڇڏڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي. سست ۽ ڪاهل ماڻهوءَ کي 'چيلھہ ڀڳل' چون ۽ گهڻي وزن يا غمن وغيره جي ڪري پريشان ماڻهوءَ لاءِ چون پٽ جي موت سندس 'چيلھہ ڀڃي' ڪري ڇڏي آهي.

**چيلھہ جو سور** (Lower Back Pain): چيلھہ جي هڪ خاص رڳ (Sciatic Nerve)، جنهن کي سنڌيءَ ۾ 'ڪُن رڳ' چئجي ٿو) جڏهن بندجي پوندي آهي تہ ان جو سُور سڄيءَ رڳ ۾ محسوس ٿيندو آهي. اها رڳ ڄنگھہ جي ڏڏ کان شروع ٿي، پير تائين اچي ٿي. سُور سڄي ڄنگھہ ۾ پير تائين محسوس ٿيندو آهي. انسان جي چيلھہ ڪنڌ کان وٺي چيلھہ جي آخري چيڙي تائين 33 هڏين جي ٺهيل آهي، جن کي مهرا (Vertebrae) چئبو آهي. انهن مهرن جي وچ ۾ هڪ شاهہ رڳ ٿيندي آهي، جنهن کي مغزي ڏوري (Spinal Cord) چئبو آهي. ان مغزي ڏوري مان تنتون نڪري مختلف عضون ڏانهن وڃن ۽ انهن کي دماغي پيغام پهچائين ٿيون. مغزي ڏوري دماغ سان رابطي جو ڪم ڏيندي آهي. جيڪڏهن انسان جي جسم ۾ مهرا الڳ الڳ نہ هجن تہ ماڻهن جي چيلھہ ۾ ڪا بہ لچڪ نہ هجي ۽ صرف سڌا ٿي هلي سگهن. پر قدرت هنن مهرن (Vertebrae) کي هڪ خاص قسم جي رٻڙي ڊسڪ (Intervertebral disc) سان ڳنڍيو آهي، جيئن ماڻهن جي چيلھہ ۾ لچڪ هجي ۽ آرام سان هلي ڦري سگهي. چيلھہ جو سور انهن سيني بناوتن مان ڪنهن بہ هڪ جي خراب ٿيڻ جي صورت ۾ ٿئي ٿو جهڙوڪ: مهرن جي سوڄ (Spony Litis)، مغزي ڏوريءَ جي سوڄ (Myelopathy) يا وري تنتن جي سوڄ (Neuritis of Meuropathy)، تنتن تي بندش، رٻڙي چيز (Intervertebral) جو پنهنجي جڳهہ کي ڇڏي وڃڻ يا وري ان تي سوڄ (Diskitib) جو ٿيڻ وغيره. چيلھہ ۾ سور جو مکيہ سبب شاهہ تنت (Sciatic nerve) جو بند ٿي وڃڻ آهي. جڏهن رٻڙي چيز (Intervertebal disc) پنهنجي جاءِ تان ٽڙي وڃي شاهہ تنت جي منڍي بند ڪندي آهي ۽ سور رڳ ۾ ڊوڙڻ لڳندو آهي. جڏهن رٻڙي چيز تي دٻاءُ پوندو آهي تہ چيلھہ ۾ سور پوندو آهي.

**چيلھہ ۾ سور جا سبب:** وزن کڻندي چيلھہ مان ست نڪري وڃڻ، ماڻهوءَ جو مٿان کان هيٺ ڪري پوڻ، ويهڻ بعد ڊگھو سفر ڪرڻ وغيره شامل آهن.

**چيلھہ جي سور جا علاج:** ٻهراڙين ۾ عام طور تي هن بيماريءَ لاءِ ماڻهو ٽوٽا ڦيٽا يا ڏنپ وغيره ڏيندا آهن. ڏنپ جا ماڻهوءَ تي ناڪاري اثر پون ٿا ۽ سور بہ ختم نہ ٿيندو آهي.

جديد ميڊيڪل سائنس اهو ثابت ڪيو آهي تہ سڙڻ جي سور کان وڌيڪ ڪو سور نہ هوندو آهي. ڏنپ ڏيارڻ بعد مريض کان اصل بيماريءَ جو سور وسري ويندو آهي، پر ڏنپ وارو سور رهجي ويندو آهي. ائين هيءَ بيماري وڌندي رهندي. ڪنهن حڪيم يا عطائي ڊاڪٽر کان مالش ڪرائبي يا زور ڏيارائبو تہ بيماري وڌي ويندي ۽ نتيجي طور ڪُن رڳ جو سُور، ڄنگهن جي ساڻائي، ڪمزوري، پيشاب ۽ پائخاني تي بندش ٿيو پوي. جيڪڏهن مريض 12 کان 24 ڪلاڪن اندر ڊاڪٽر وٽ نہ ويو تہ هميشہ لاءِ معذور ٿي ويندو. ڪن رڳ جو سور عام حالت ۾ ٿئي تہ ان لاءِ مريض کي سڌو يا اونڌو صندل تي سمهڻ کپي ۽ ڊاڪٽر سان مشورو ڪرڻ کپي. ڊاڪٽر جي چڪاس کان پوءِ هڪ خاص قسم جي ٽيسٽ مائيلوگرام (Myelogram) ڪرائبي آهي، جنهن ۾ انجيڪشن ذريعي چيلھہ ۾ دوا داخل ڪري ايڪسري ڪڍيا ويندا آهن. جنهن مان خبر پوندي آهي تہ رڳ ڪهڙي جاءِ تي ۽ ڪيتري بند آهي. جيڪڏهن بندش 50 فيصد کان وڌيڪ آهي تہ جلدي آپريشن ڪري رڳ کي آزاد ڪبو تہ سور لهي ويندو. جيڪڏهن 50 سيڪڙو کان بندش گهٽ آهي تہ آرام ڪرڻ ۽ ڪجهہ دوائون واپرائڻ سان بيماري ختم ٿي ويندي. هن بيماري لاءِ هڪ ٻي جديد ٽيسٽ بہ ٿيندي آهي، جنهن ۾ انجيڪشن نہ لڳندي آهي. ان کي ايم. آر. آءِ اسڪين (M.R.I. Scan) اسڪين چئبو آهي، جنهن مان وسيع نموني خبر پوندي آهي. چيلھہ جي سور کي معمولي نہ سمجهڻ کپي ۽ پاڻ سازائڻ يا ڏنپ ڏيارڻ بدران ڪنهن وڏي سرڪاري اسپتال جي دماغي شعبي جي ڊاڪٽر (Neuro Surgeon) ۽ او. پي. ڊي ۾ لاڳاپيل ڊاڪٽر سان مشورو ڪري بيماريءَ کي وڌڻ کان روڪجي ۽ اهڙيءَ ريت ڄنگهن کي بچائجي.

**چيلھار**[1]: چيلھار شهر ڇاڇري تعلقي ۾ آهي، جيڪو 'چيلي' نالي چارڻ جو ٻڌايل چيو وڃي ٿو هتي ٽالپرن قلعو ٺهرائي، هن ڳوٺ تي 'عليڳڙهہ' نالو رکيو هو. اهو قلعو هاڻي ڊهي ويو آهي، جنهن جي سرن مان شهر جون ڪيتريون جهونيون جايون جڙيل آهن. ان زماني جون توبون بہ چيلھار ۾ پيون آهن. چيلھار ۾ ٽالپرن جا کوٽايل ڪيترا کوهہ بہ هئا. جن مان ڪي اڃا استعمال جوڳا آهن. هتي سنڌو واپار هلي ٿو برهمڻ، مهيشوري، سوٿهڙ،

ميڻگهواڙ، مالهي، بجير ۽ حجم (هندو توڙي مسلمان) هتي رهن ٿا. چيلهار پرسان ڪيتريون ترايون آهن. جن مان ’راڻاسر‘ تلاءُ بيحد مشهور آهي، جنهن کي شيخ اياز به پنهنجي ڪتاب ’اکن نيرا ڦُليا‘ ۾ ڳايو آهي. هتي جا ماڻهو گهڻي قدر تعليم يافته آهن. هتي ڇوڪرن توڙي ڇوڪرين لاءِ پرائمري ۽ هاءِ اسڪول آهن. ٽاڻي، ڊِڪ، بيلي ڪاتي جي آفيس، يونين ڪائونسل، پوسٽ آفيس ۽ بجلي وغيره جهڙيون سڀ سهولتون موجود آهن. مشهور استاد ۽ تاريخدان سرڳواسي رائچند راٺوڙ، نامور اديب منگهارام اوجها، ٺماهي مهراڻ جو اڳوڻو ايڊيٽر نفيس احمد ناشاد ۽ نوجوان شاعر ۽ محقق پارو مل امراڻي سوٽهڙ به چيلهار جا آهن.

**چيلهار** [2] (ديهه): تعلقي ڇاڇري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

ڪيجراڙو، بيپاڻي، ڦلجي جو تڙ، آسار، آنبجيءَ جو ڳوٺ، سُورام، دوهيلا پاڙو، مهراڻي پاڙو، ٻٽڙا، هريار، گُلابي جي ڊاڻي، بجير مڙهو، ميهياري، پوريلو، ڦُليو، ڪوڙهيون، گوپاتڙ، آدابيو.

**چيلهڪي**: هي هڪ قسم جو ڳهه، چيلهه ۾ ٻڌڻ لاءِ سون يا چانديءَ جو ٺهيل پٽو هوندو آهي. چيلهه ۾ ٻَڌڻ لاءِ پرت پريل پٽي کي چيلهڪي سڏيو وڃي ٿو.

**چيليون** (ديهه): تعلقي ڪپري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مصري شر، احمد سومرو ۽ شير خان نوهڙي.

**چيما** (ذات): چيما جٽن جو هڪ وڏو قبيلو آهي، جن جو مورث اعليٰ چيما چوهاڻ راجپوت هو، جنهن پرٿوي راج جي شهاب الدين محمد غوريءَ هٿان شڪست کانپوءِ، دهليءَ کان ڪانگڙا ۽ پوءِ امرتسر ڏانهن رُخ ڪيو. موجوده قبيلي جو مورث اعليٰ ڊول هو هڪ طاقتور ۽ متحد قبيلو آهي. سندن هڪ خاندان نڳال به آهي. روايت آهي ته امرتسر ۾ سندس پٽ علاؤالدين غوريءَ جي دؤر ۾ بياس نديءَ تي هڪ ڳوٺ جو بنياد رکيو. سندس پوٽو راٺا ڪنگ سڏرائيندو هو ۽ ڊول ان جي موجوده قبيلن جو وڏو ڏاڏو هو. هي پنهنجي شادين ۾ برهمڻ جي جاءِ تي جوڳين کي سڏائيندا آهن. هنن مان ڪافي مسلمان ٿي چڪا آهن، پر قديم روايتن تي اڃا به عمل ڪندا آهن. هي طاقتور ۽ مستحڪم قبيلو آهي. سيالڪوٽ ۾ هن قبيلي جو تعداد سڀ کان وڌيڪ آهي پر گوجرانوالا جي لڳ ڀڳ ہائيتاليهه ڳوٺن ۾ آباد آهن. هنن قبيلن جون روايتون قديم روايتن سان ملنديون جلنديون آهن. چيما ذات مان ڪيترا مشهور سياستدان ۽ صنعتڪار آهن ۽ پاڪستان جي پنجاب صوبي ۾ وڏي تعداد ۾ رهن ٿا.

**چيمبر آف ڪامرس**: واپار واپارين جي بهبود ۽ ترقيءَ جو ادارو چيمبرس آف ڪامرس سڏجي ٿو هن کي بورڊ آف ٽريڊ به سڏين ٿا. مقامي واپاري گڏجي، ڳوٺن (ٽائون) ۽ شهرن (Cities) ۾ هن واپاري تنظيم لاءِ پنهنجا نمائندا چونڊي، ڪين هڪ پاليسي ڏئي ويهاريندا آهن ته جيئن ملڪي توڙي غير ملڪي سطح تي سندن واپاري حقن جي رک ٿي سگهي. هي تنظيم ٿوري گهڻي ڦير ڦار سان سڄيءَ دنيا ۾ موجود آهي ۽ هڪٻئي سان باهمي رابطي سبب ڳنڍيل آهي. دنيا جي پراڻي ۾ چيمبر آف ڪامرس 1599ع ۾ مارسيل فرانس ۾ قائم ٿي. ان کانپوءِ 1768ع ۾ نيويارڪ سٽي (آمريڪا) ۾ ٻين وڏي ۾ وڏي ۽ پهرين انگريزي ڳالهائيندڙن جي چيمبر آف ڪامرس جوڙي وئي. برطانيه جي مانچسٽر شهر ۾ چيمبر 1783ع ۾ قائم ٿي، جنهن جا 5000 هزارن کان وڌيڪ ميمبر آهن. هن اداري جي مڪاني ميمبرشپ ڪجهه درجن ماڻهن کان ٿن لکن ماڻهن تائين ٿي سگهي ٿي، جيئن هن وقت پئرس چيمبر آف ڪامرس آهي، پر پوءِ به مقامي ميمبر چند درجن ئي هوندا آهن. ڪن چيمبرس کي گڏيل طور رياستون، قومي ۽ بين الاقوامي ادارا به هلائيندا آهن. جيئن يورو چيمبرس (Euro Chambers) يا انٽرنيشنل چيمبر آف ڪامرس (ICC) آهن. پاڪستان ۾ هن قسم جو ادارو فيڊريشن آف پاڪستان چيمبر آف ڪامرس سڏجي ٿو جنهن جي هيڊ آفيس اسلام آباد ۾ آهي. جڏهن ته چيمبر آف ڪامرس، ڪراچيءَ وڏي ۾ وڏي (ميمبرشپ طور) چيمبر ڳڻي سگهجي ٿي. هي واپاري ادارو 1959ع ۾ قائم ڪيو ويو هو. هن اداري جو ڪم آهي ته هو ملڪ واپار ۽ صنعتن جي واڌ ويجهه لاءِ ڪم ڪري ۽ ملڪي مصنوعات ۽ پيداوارن کي دنيا جي ٻين ملڪن ۾ کپائڻ جا بندوبست ڪري. حيدرآباد، سنڌ ۾ چيمبر آف ڪامرس جو ادارو قائم آهي. (ڏسو: **ڪراچي چيمبر آف ڪامرس ۽ حيدرآباد چيمبر آف ڪامرس**).

**چيمن** (ديهه): تعلقي ڪنڊ ڪوٽ ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

چيمن، شاهه ڏنو جعفري ۽ گولاٽو.

**چين** (China): هن ملڪ جو سرڪاري نالو عوامي جمهوريه چين (People’s Republic of China) آهي. هي ڏکڻ اوڀر ايشيا جو اهم ملڪ آهي. هن جي اتر ۾ منگوليا، اتر اوڀر ۽ اتر اولهه ۾ روس، اوڀر ۾ ڪوريا ۽ پيسفڪ سمنڊ، ڏکڻ ۾ ڀارت، نيپال، ڀوٽان، ميانمار (برما)، لائوس ۽




ويٽنام، اولهه ۾ قازقستان، ڪرغيزستان، افغانستان ۽ پاڪستان آهن. چين اوڀر ايشيا جي وڏي علائقي تي مشتمل آهي ۽ آباديءَ جي لحاظ کان دنيا جو سڀ کان وڏو ملڪ آهي. چين زرد سمنڊ (Yellow Sea)، اوڀر چيني سمنڊ

۽ ڏکڻ چيني سمنڊ جي ڪناري تي آهي. چين جي ڪل پکيڙ 9597000 چورس ڪلوميٽر (3705000 چورس ميل) ۽ آبادي هڪ ارب 25 ڪروڙ 61 لک 68 هزار آهي. گاديءَ جو هنڌ بيجنگ (Beiging) ۽ سڀ کان مٿانهون هنڌ مائونٽ ايورسٽ (بلندي: 8848 ميٽر) اٿس. هتان جي سرڪاري ٻولي چيني آهي. چين جي آبهوا مختلف علائقن ۾ مختلف آهي، اترئين چين ۾ سيءُ وڌيڪ پوي ٿو هن ملڪ جي مکيه زرعي پيداوار چانور، ڪپھ، ڪمند، بيٽ، سڻي، تماڪ، اناج، ڪڻڪ، چانھ، پٽاٽا، سويابين ۽ هر قسم جا ميوا آهن.

چين جي مکيه صنعتن ۾ لوھ، هوائي جهاز، مشينري، هٿيار، ميزائل، ٽامو ٽينڪ، گاڏيون، اليڪٽرانڪس، رانديڪا، ڪيميائي شيون، پاڻ، ٽيڪسٽائل وغيره آهن. ۽ مکيه معدنيات ۾ ڪوئلو پيٽروليم، قدرتي گئس، لوھ، چن، سنگ مرمر، ٽنگسٽن ۽ مينگانيز آهن. چين آزاد ۽ خودمختيار عوامي ۽ سوشلسٽ جمهوريه آهي، چين جي تاريخ اٽڪل 5 هزار سال پراڻي آهي. هتان جو صدر رياست جو مملڪتي اڳواڻ (هيڊ آف اسٽيٽ) ۽ هٿياربند فوج جو سپريم ڪمانڊر آهي. جڏهن ته حڪومت جو اڳواڻ وزيراعظم آهي، جيڪو انتظامي معاملن جو مالڪ آهي. چين جي آزاديءَ جو ڏهاڙو پهرين آڪٽوبر 1949ع آهي ۽ اُن کي گڏيل قومن جي اداري (UNO) جي ميمبرشپ 24 آڪٽوبر 1945ع کان حاصل آهي. چين پاڪستان جي دوست ملڪن ۾ شامل ٿئي ٿو ان سان ڪيترا صنعتي ۽ واپاري معاهدا ڪيا ويا آهن.

**چينا** (ذات): هڪ ذات جو نالو جيڪا اصل ۾ 'شينا' يا 'چينا' آهي. هي 'جَٽ' راجپوتن جو هڪ قبيلو آهي، جنهن جو بنياد سنڌ کان آيل هڪ "چينا جٽ" کان شروع ٿيو. پنجاب ۾ گهڻن هنڌن تي سندن ڳوٺ آهن. گهڻو ڪري هن وقت ديري غازي خان ۾ سنڌو درياھ جي ڪناري سان سندن وڏي آبادي آهي. روايت آهي ته اٽڪل ست سؤ سال اڳ ڏکڻ سنڌ مان لڏي اچي سيالڪوٽ طرف آباد ٿيا. سنڌ جي ڊپٽي ڪليڪٽر شيخ صادق علي انصاري، سنڌ ۾ رهندڙ قبيلن بابت انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب "The Musalman Races Found in Sind, Balochistan and Afghanistan" لکيو آهي، جنهن جي صفحي 45 تي 'چينا' قبيلي کي سمن جي شاخ سڏيو ويو آهي.

چينا جٽ سنڌ مان پنجاب ۾ آباد ٿيا ۽ پنهنجي نالي سان چام جو لقب لڳائيندا آيا آهن. جيڪو 'چوڌري' جو متبادل سنڌي لفظ آهي. هي اصل ۾ راجپوت آهن، جن کي سنڌ ۽ ملتان مان عربن ڏکي ڪڍيو هو. ملتان تي هي خاندان 1445ع کان 1562ع تائين حڪمران رهيو. سندن حڪومت جو سما خاندان اچي خاتمو ڪيو هو. ڪرنل ٽاڊ مطابق هنن کي سومرا پنوار راجپوتن جي خاندان مان ڄاڻايو آهي، جن جو تعلق سوڍا نک سان هو. امرڪوٽ ۽ ٻکر بابت روايت آهي ته هنن ئي آباد ڪيا هئا.

سيالڪوٽ ۾ چينا جٽن جي موجودگي بابت مشهور آهي ته سيالڪوٽ ضلعي جي 'چامڪي' شهر جو بنياد سنڌ مان لڏي آيل 'چينا جٽ' رکيو هو. جنهن پنهنجو لقب 'چام' مسلسل قائم رکيو. اڳتي هلي چينا جٽ وڏي تعداد ۾ سيالڪوٽ کان چناب تائين ڦهلجي ويا. ديري اسماعيل خان ۾ به هن قبيلي جا ڪيترا ماڻهو آباد آهن.

**چينا**: بلوچستان جي ساز سرود جي اوزارن مان هڪ مشهور ساز آهي. چينا ٺاهڻ لاءِ لوھ مان ٺهيل خاص قسم جا ٻه ٽڪر هڪ رسيءَ ۾ پوئتل هوندا آهن. هن ساز مان وڄندڙ ۽ سُريلو آواز نڪرندو آهي. عام طرح هي ساز رباب سان گڏ وڄائبو آهي، جنهن ۾ گهٽي جهٽڪار هوندي آهي.

**چين جو چنڊ** (ڪتاب): مشهور اديب ۽ صحافي محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي هن ناول جو پهريون ڇاپو 1944ع ۾ عبرت ڪتابي سلسليوار/ اسلاميه دارالاشاعت، حيدرآباد، ميرپورخاص طرفان شايع ٿيو جڏهن ته هن ناول جو ٻيو ڇاپو آگسٽ 2008ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي، واڳڻي در، شڪارپور طرفان ڇپجي منظرعام تي آيو آهي. هن ناول ۾ اعليٰ اخلاق ۽ اسلامي تعليمات جو ذڪر نهايت دلچسپ انداز ۽ سليس پيرايي ۾ ڪيل آهي. چئن رنگن جي پڪي ٽائيٽل سان 49 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 24 روپيا آهي.

**چِين جو شڪار**: چين جو شڪار، 'ڦاڙهي' جي شڪار جو هڪ نمونو آهي. ڦاڙهو نئين ڦُٽل ڪڻڪ جي پوک ۽ مٽرن جي فصل کي چاھ سان کائيندو آهي، ان ڪري ٻيلي جا ماڻهو مال جي پيل کان فصل کي لوڙها يا لَئيءَ جي تارين جي ڪنڊي ڏئي ڇڏيندا آهن. ڦاڙهو لوڙهي يا ڪنڊيءَ مان ڪٽان ڪٽان گس ٺاهي، فصل کائي ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن لوڙهي مٿان ٽپي به فصل کائيندو آهي. فصل ۾ ڪاڏ گهڻو ڪري هڪ ئي ٽُڪري ۾ ڪندو آهي، پوءِ خفتي سندس پير ۽ تازيون ڦولهڙيون ڏسي، اُتي ڪُڏڻو ٺاهي ويهندا آهن. ۽ پوءِ هوشياريءَ سان فائر ڪري، ڦاڙهي جو شڪار ڪندا آهن. هن قسم جي شڪار کي 'چين جو شڪار' چوندا آهن. هي شڪار سنڌ ۾ خيرپور ميرس ضلعي جي ناري واري پَٽ ۾ خاص ڪري ٿيندو آهي.

**چين جي عظيم ديوار**: چين جي هيءَ عظيم ديوار چين جي، ثقافت ۽ ترقيءَ جي علامت سان گڏ دنيا جي ستن عجائبن مان هڪ آهي. ديوار جي ڊيگھ 6 هزار 7 سئو ڪلوميٽر آهي، اوچائي سراسري ٽيھ فوٽ ۽ ويڪر



چين جي عظيم ديوار جو هڪ ڏيک

پندرهن فوٽ آهي. هيءَ ديوار پنهنجي بناوٽ جي طرز توڙي ڊيگھ سبب پوريءَ دنيا ۾ نهايت اهم حيثيت رکي ٿي. هن منفرد ديوار جي تعمير ستين ۽ اٺين صدي ق. م ۾ شروع ٿي هئي. انهي دؤر ۾ هن خطي جي مختلف حاڪمن پنهنجي خودمختيار رياستن جي خلاف اتر طرف کان ايندڙ حملي آورن

ڪان بچڻ لاءِ پنهنجي اُترئين سرحد جي اهم ماڳن ۽ مڪانن تي بچاءَ لاءِ ديوارون اڏائڻ شروع ڪيون. ان بعد مشهور چِن (Qin) گهراڻي جي دؤر ۾ انهن سمورين ننڍين رياستن کي گڏي شهنشاهت قائم ڪئي وئي. چن گهراڻي ڪانپوءِ وارن حڪمرانن ديوار کي ضرورت تحت وڌايو. مِنگو گهراڻي هن ديوار کي مضبوط ڪرڻ لاءِ هن ديوار جي اٽڪل ارڙهن پيرا مرمت ڪرائي ۽ ان ۾ هڪ هزار ڪلوميٽرن تائين اضافو ڪيو. انهيءَ گهراڻي جي دور ۾ ديوار ۾ مختلف جاين تي نهايت شاندار لنگهه، چوڪيون، سنگل ڏيڻ وارا برج ۽ محدود فوجي ڇانوڻيون قائم ڪيون ويون. هن ديوار جي موجوده شڪل گهڻو ڪري مِنگ گهراڻي جي تعميرات جي نشاني آهي. هي ديوار سرحد جي ٽڪرين موجب ڪٿي هيٺ، ڪٿي مٿي ٺهيل آهي ۽ اها اوپر ڪان اولهه طرف ٺهيل آهي. لائو لانگٽو يعني اجگر نانگ جو مٿو نالي هڪ چوڪي ديوار ۾ شانهائي لڪ جي اوپر طرف پنجن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي پٿرن ۽ سرن سان اڏيل آهي، اها چوڪي ديوار جي اڀرندي ونگ تي آهي. هن جي اوچائي ٽيهه فوٽ آهي. هتي جنگلو نالي پليٽ فارم ۽ چينگائي محل پڻ اڏيل آهي. 1381ع ڌاري شانهائي لڪ وٽ هڪ چوڪي اڏي وئي جيڪا ديوار جي اهم چوڪي آهي ۽ متسطيل شڪل ۾ آهي ۽ اُن ۾ چار ڦاٽڪ آهن. هن چوڪي جي سراسري اوچائي 37 فوٽ ۽ ويڪر 32 فوٽ آهي. هٺانگيا وٽ ديوار جو ڀاڱو مِنگ گهراڻي جي يونگل بادشاهه جي حڪومت دوران 1424ع ڌاري تعمير ڪرايو ويو. هي هنڌ جگزئين ڪائونٽيءَ جي اتر طرف جبلن ۾ واقعي آهي. جنهن جي تعميرات ۾ پٿر ۽ سرن جو استعمال ٿيل آهي. هتي به عاليشان قلعو، فوئنڪس ٽاور ۽ نارٿ پلو پويلين اڏيل آهن. هيءَ سمورو لڪ آبي ڪاهيءَ سان گهيريل آهي. جنشان رج نالي ديوار جو ڀاڱو ميون ۽ بيجنگ ڪائونٽين جي وچ واري علائقي ۾ تعمير ٿيل آهي. اهو علائقو هيٺي بيئي صوبي جو حصو آهي. هي حصو سؤ ڪلوميٽر ڊگهو آهي، جنهن ۾ ڏيڍ سئو ڪان وڌيڪ چوڪين لاءِ ٽاور، چبوترا، ڇٽيون ۽ برج ٺهيل آهن. هي ڀاڱو مختلف نمونن جي تعميرات جي ڪري انتهائي خوبصورت آهي. متيئانيو هنڌ وٽ تعمير ٿيل ديوار جو ڀاڱو 1404ع ڌاري ٺهيو. اهو حصو هئائرو ڪائونٽيءَ ۾ آهي. هن ڀاڱي جي اولهه طرف تي جيانگ لڪ ۽ اوپر طرف گوبيڪو لڪ آهن. هتي اهم فوجي ماڳ آهي، اهو ڀاڱو رياستي گاديءَ جو هميشه ڪان اهم حفاظتي ماڳ رهيو آهي. هي علائقو نوي سيڪڙو سرسبز آهي. ديوار جو سماتائيءَ وارو ڀاڱو 1368ع ڌاري تعمير ٿيو. هيءُ ڀاڱو گوبيڪو شهر ميون ۽ لئانپنگ ڪائونٽين جي وچ ۾ آهي، جيڪو سمنڊ جي سطح ڪان 986 ميٽر اوچائيءَ تي اڏيل آهي، هن 19 ڪلوميٽر ڊگهي ڀاڱي ۾ چوڪيءَ لاءِ 35 واچ ٽاور ٺهيل آهن. گوبيڪو لڪ، ميون ڪائونٽي جي اتر-اوپر واري ديوار ۾ شامل آهي، گوبيڪ شهر 1378ع ڌاري تعمير ٿيو ان جي چوڏاري ٻه ڪلوميٽر بچاءَ وارو ڪوٽ اڏيل آهي. ڪوٽ ۾ ٽن طرفن ڪان اوپر-اتر ۽ ڏکڻ ۾ شاهي دروازا اڏيل آهن. ديوار جي ٻاهران ڪائوهي ندي وهندڙ آهي. بيجنگ صوبي جي يانڪنگ ڪائونٽي ۾ باڊلنگ هنڌ وٽ ديوار جي تعمير منگ گهراڻي جي دور ۾ ٿي هئي. هتي ديوار جي اوچائي 8-7 ميٽر ۽ ويڪر 5-6 ڪان 5-8 ميٽر آهي. ديوار جو جيانگ لڪ، بيجنگ صوبي جي چانگ پنگ ڪائونٽي جي اتر اولهه طرف آهي. هن لڪ وٽ ٺهيل عمارتن جي گيٽن ۽ ديوارن جي ڪليل ڀاڱن تي ٻڌ ڌرم جا نقش اڪريل آهن. انهن ۾ مورتيون ۽ ٻڌ جي تعليمات جون لڪٽيون به اڪريل آهن. جيڪي نگارشات يُئان گهراڻي جي دور جون آهن. هن علائقي جي آسپاس 72 کن تاريخي ماڳ ۽ سائنسي جڳهيون موجود آهن.

**چِينو:** چينو سنڌ ۾ گهوڙي ۽ گڏهه جو هڪ قسم آهي، جيڪي اڇي ۽ ميرانجهڙي رنگ جا ٿيندا آهن.

**چيني:** هڪ قسم جي معدني پيداوار، جيڪا سنڌ جي جابلو ايراضيءَ مان کوٽي ڪڍندا آهن. اڇي رنگ تي ڀوريءَ واري مٽي، جيڪا ٽانون، سيرن، يا ٻئي سامان ٺاهڻ ۾ ڪم ايندي آهي. طبي لحاظ سان پڻ هن مٽي مان گهڻئي فائدا آهن. جيئن ته هن کي ڪٽي سنهون ڪري، ڏنڌڻ سان ڏندن کي هٽجي ته مهارن مان رت اچڻ بند ٿي ويندو. ڏندن ۽ مهارن کي مضبوط ڪري، سرمي سان ملائي اک ۾ وجهجي ته ڦلي ۽ ڌنڌ کي فائدو ڪندو. هن کي ماکيءَ سان گڏي حب ٺهي، ڦڦڙن مان ايندڙ رت کي بند ڪرائڻ لاءِ ڪارائتا آهن.

**چيني ٻولي:** چيني ٻولي، جمهوريه چين جي 1.3 بلين ماڻهن جي زبان آهي، پر گڏوگڏ اها ٻولي تائيوان، سينگاپور ۽ ڏکڻ ايشيا جي ٻين به ڪيترن ڀاڱن ۾ ڳالهائي ۽ سمجهي وڃي ٿي. چيني ٻولي دراصل سائنو- تبتي خاندان جي هڪ شاخ آهي. جديد چيني ٻوليءَ جون صورتون ۽ لهجا وچئين دور واري چيني ٻوليءَ مان پيدا ٿيل آهن، جيڪا چين جي اتر ۽ ڏکڻ وارن شاهي گهراڻن سئي (Sui)، ٽئنگ (Tang)، سانگ (Song) ۾ 5 کان 12 صدي ق.م دوران ڳالهائي ويندي هئي.

چين جا لسانياتي ماهر ان خيال تي متفق آهن ته ’چيني‘ هڪ ئي ٻولي آهي، جيڪا ملڪ جي ڪيترن ڀاڱن ۾ مختلف لهجن ۾ ڳالهائي وڃي ٿي، جڏهن ته ڪجهه غير چيني لسانيات جا ڄاڻو انهن لهجن کي ڌار ڌار ٻوليون سمجهن ٿا. چيني ٻوليءَ جي لکڻ ۽ ڳالهائڻ ۾ فرق آهي. سڄي چين ۾ ٻوليءَ جي لکڻ جي صورت ساڳي آهي، جنهن کي زهنگون (Zhongwen) چون ٿا، جڏهن ته ڳالهائڻ ۾ گهڻو ڪري يُو (Yu) ۽ هُوا (Hua) لهجا استعمال ٿين ٿا، پر هيٺيان لهجا به عام استعمال ۾ آهن: (1) منڊرين لهجو (Mandarian) جيڪو گهڻي آبادي ڳالهائي ٿي: (2) هانيو (Hanyo) يعني ’هان ٻولي‘ (Han Language)؛ (3) پوٽونگهيا (Putonghua) يعني عام ٻولي (Common Language)، هيءَ ٻولي ئي هنن گيُويو (Guoyu) يعني قومي ٻولي (National Language) يا چيني ٻولي (Chinese Language) سڏي وڃي ٿي. هان (Han) جو لفظ چيني ماڻهن ڏانهن اشارو ڪري ٿو. جيڪو 206 ق. م کان 220ع دوران انهيءَ گهراڻي (Han Dynsty) مان اخذ ڪيل آهي.

چيني ٻوليءَ جي مختلف لهجن/ صورتن کي هيٺين نمونن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: گوئان/ منڊارين (Guan/ Mandarin)، ويو (Wu)، يئي (Yue)، من (Min)، هڪا (Hakka)، زيانگ (Xiang)، گين (Gan) وغيره.

چين جي گاديءَ جي هنڌ بيجنگ جا گهڻا پڙهيل لکيل ماڻهو منڊرين (Mandarian) لهجو ڳالهائين ٿا. چيني ٻولي مختلف پدن (Syllables) سان لکي ويندي آهي، جيڪي آواز ۽ معنيٰ کي ظاهر ڪن ٿا. چيني ٻولي 1700 پدن (Characters) تي مشتمل آهي. هر پد جون مختلف معنائون آهن.

هڪ روايت آهي ته چيني رسم الخط 'ڪانگجي' (Cangjie) نالي هڪ شخص 3000 ق. م ڌاري ايجاد ڪيو. 1999ع ڌاري چين جي صوبي 'هينن' مان 6600 ق. م جي دؤر جون ڪجهه نشانيون دريافت ٿيون، جن جي مشابهت قديم رسم الخط سان ملندڙ هئي، جنهن بابت روايتون آهن ته اها يونان جي اپولو ديوتا غيبي طور پراڻن هڏن تي لکي آهي.

هيءَ روايت موجب قديم هڏن تي لکيل اها عجيب رسم الخط شانگ شاهي گهراڻي (Shang Dynsty) جي گاديءَ واري هنڌ انيانگ (Anyang) ۾ 1895ع ڌاري دريافت ٿي هئي. اهي نشانيون، ڍڳي جي ڀُٽيءَ جي هڏي ۽ ڪُميءَ جي ڪوپي واري حصي تي اُڪريل آهن. ان رسم الخط کي Orcale bone script سڏيو وڃي ٿو.

ڪجهه قديم نشانيون:

| 人 | 女 | 子 | 山 | 水 | 日 | 月 | 好 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| rén | nǚ | zi | shān | shuǐ | rì | yuè | hǎo |
| person | woman | child | mountain | water | sun | moon | good |

771 ق. م کان 476 ق. م دوران پٽل جي ڪيترين شين تي هن قديم ٻوليءَ جون نشانيون اڪريل آهن، جن ۾ پڪين، ڪينئن، گهنڊن ۽ ڪاڏي جي ديڳن وغيره تي اهي نشانيون ملن ٿيون. ان ڪري هن دؤر کي 'پٽيلي رسم الخط' جي حوالي سان ليکيو وڃي ٿو.

ڪجهه پٽل جي رسم الخط جا مثال:

| 人 | 女 | 子 | 山 | 水 | 日 | 月 | 好 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| rén | nǚ | zi | shān | shuǐ | rì | yuè | hǎo |
| person | woman | child | mountain | water | sun | moon | good |

هيءَ ٻولي ابتدا ۾ صرف ڪليسائن ۽ ٻين مذهبي جاين تي لکي ويندي هئي. ان رسم الخط، خوشخطيءَ جي فن طور جن شاهي گهراڻي (Jin Dynsty) جي دؤر ۾ وڏي ترقي ڪئي. ان ۾ سُڌارا آڻي، ڪجهه وڌيڪ آسان نشانين کي ڏکين نشانين بدران ڪم آندو ويو، جنهنڪري ٻولي لکڻ ۾ آسان ٿي پئي، پر جن ماڻهن کي اهو طريقو نه ٿي آيو، تن لاءِ ٻولي ڳالهائڻ ۽ لکڻ ڏکي ٿي پئي هئي. مثال:

| 人 | 女 | 子 | 山 | 水 | 日 | 月 | 好 |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| rén | nǚ | zi | shān | shuǐ | rì | yuè | hǎo |
| person | woman | child | mountain | water | sun | moon | good |

چين جي حڪومت 1949ع ڌاري خواندگيءَ جي شرح کي وڌائڻ لاءِ چيني ٻوليءَ ۾ استعمال ٿيندڙ 2000 حرفن (نشانين) کي آسان بڻايو. تبديليءَ کان پوءِ اهي نشانيون اڄا سنگاپور ۾ به استعمال ٿين ٿيون، جڏهن ته تائيوان، هانگ ڪانگ ۽ ملائيشيا ۾ اڄ به پراڻي ٻولي ساڳين حرفن (نشانين) سان مروج آهي.

آسان بڻائڻ کان پوءِ حرفن/ نشانن جي بيهڪ جو هڪ مثال:

人人生而自由，在尊严和权利上一律平等。他们赋有理性和良心，并应以兄弟关系的精神互相对待。

ان کانپوءِ ٻيهر 1977ع ڌاري به تبديليءَ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي، پر اهو تجربو عوام ۾ ايترو ڪامياب نه ويو، جنهنڪري 1986ع ڌاري ان کي ترڪ ڪيو ويو.

**چيني ادب:** قديم دور جي آثارن مان معلوم ٿئي ٿو ته چيني ادب جي شروعات ٻارهين صدي ق. م کان به اڳ ۾ ٿي هئي. ان دؤر جي چيني ٻولي، تحرير جي اعتبار کان تمام سادي ۽ اٽڪل 100 حرفن تي مشتمل هئي.

چين جي اوائلي ادب ۾ عوام جي سادي زندگيءَ، فطرتي مظهرن جي حوالي سان سندن دلين ۾ حيرت ۽ خوف جو اثر نظر اچي ٿو. ان دور جي هٿ آيل ڪجهه اهم تصنيفن ۾: 'شياچنگ' (Shih Ching) نظمن جو مجموعو، 'شوچنگ' (Shu-ching) چين جي تاريخ بابت ڪتاب ۽ 'اِي چنگ' (Yi ching) (تبديلي نامو) شامل آهن. انهن قديم ادبي پارن جي ترتيب ۽ تاليف جو ڪم ڪنفيوشس (479- 551 ق.م) ڪيو.

جنگين واري زماني (414- 221 ق. م) جي هڪ مشهور تصنيف 'چو- زو' (Chu- Tzu) آهي، جيڪا 'ياچوءَ' جي شاهي سلطنت بابت هڪ رئيس 'چويان' (Chu- Yuan) جي نظمن جي مجموعي تي مشتمل آهي، جيڪو ان دؤر جو عظيم ۽ مشهور شاعر هو. ان ۾ هڪ شاهڪار نظم 'ساؤنامي' به شامل آهي، جنهن ۾ ملڪ جي حالتن، بادشاهه جي بيهودگين ۽ بد نيت وزيرن جي سازشن کي پڌرو ڪيو ويو آهي.

اورچن شاهي خاندانن (419- 220 ق. م) جي دؤر ۾ چيني ادب ۾ موضوع ۽ هيئت جي حوالي سان وڏيون تبديليون آيون. افسانوي ادب به آهستي آهستي لکجڻ لڳو. ٻُڌمت جي صحيفن ۽ مذهبي ادب جا چينيءَ ۾ ترجما ٿيڻ لڳا، جن جو چيني اديبن تي نمايان اثر نظر اچي ٿو.

ڏکڻ ۽ اتر چين جي شاهي خاندانن جي دور (420ع کان 618ع) ۾ به ادب سرجيو ويو. ڏکڻ چين ۾ سرجيل گيت گهڻي قدر عشق ۽ محبت جي جذبات بابت آهن. ان جي ابتڙ اتر چين جي شاعرن جنگ ۽ ان جي دهشت کي شاعريءَ جو موضوع بڻايو.

ان کان سواءِ تانگ (Tang) نالي شاهي خاندان جو دور (618ع کان 907ع) چيني شاعريءَ جي حوالي سان سونهري دؤر سمجهيو وڃي ٿو. ان دور جي مشهور شاعرن ۾ 'لِي پُو' کي وڏي اهميت حاصل ٿي، جنهن ڪيترن موضوعن تي شاعري ڪئي آهي.

هن وقت به چين جو ادب ۽ فن دنيا ۾ منفرد حيثيت رکي ٿو.

**چيٽو**[1]: اناج جو هڪ قسم، جيڪو ڏٽ طور ڪم ايندو آهي. چيٽي جا داڻا ٻاجهريءَ جي داڻن کان ڪجهه وڏا، سفيدي مائل ڳاڙهي رنگ جا ٿيندا آهن. چيٽو پيهي، اٽو ڪري ماني پچائبي آهي، يا اُن جو پٽ رڌبو آهي. چيٽي جي ماني هلڪي غذا آهي. چيٽو طبي لحاظ سان اندرين پردن ۽ آنڊن جي رطوبت کي خشڪ ڪري ٿو ۽ پيشاب جاري ڪري ٿو. صفرا جي دستن کي بند ڪري ٿو. ڪچي بلغم کي پچائي ڪڍي ٿو. لُوڻ سان ڳڏي ڪوسو ڪري سور ۽ سوڄ جي جاءِ تي ٽاڪور ڪرڻ سان سور ۽ سوڄ لهي ويندا آهن.

چيٽو خاص قسم جو ڏٽ آهي، تنهنڪري ان کي پوکڻ توڙي لوب وقت چيٽو گيت ڳائبو آهي ۽ ان وقت جشن جو سمان ٿيندو آهي.

**چيٽو** [2]: چيٽو گيت جو قسم آهي. جيڪو چيٽي (فصل) پوکڻ ۽ ان جي لوب وقت ڳاتو ويندو آهي. چيٽي فصل ۽ زمين جي خوشحاليءَ جو موضوع هوندو آهي. جنهن ۾ هاري ناري ۽ زميندار جو فائدو هوندو آهي. اُن ڪري ان موقعي تي سڀ شريڪ ٿيندا آهن ۽ دهلن جي وڄت تي چيٽو ناچ ڪندا آهن.

چيٽي ناچ جو طريقو هيٺين طرح آهي:

چيٽو ٻن نمونن جو ٿيندو آهي. هڪڙو گول دائري وارو ۽ ٻيو هڪ يا ٻن ڄڻن وارو.

**گول دائري وارو چيٽو:** گول دائري واري چيٽي ۾ سڀ ڪيڏندڙ دائري ۾ تي بيهندا آهن ۽ سامهين پاسي جهُڪي تاڙي هڻي، ٻئي هٿ ڪاٻي ڪلهي جي مٿان آڻي. هٿن جون آڱريون سامهين پاسي اچلي منهن جي سامهون آڻي، آڱريون اندرئين پاسي موڙائي، اڌ ڦڪوڙيل مُٺ ٺاهي، وري يڪدم ساڄي ڪلهي جي مٿان هٿ نيئي ڪولي يعني آڱريون سامهين پاسي اچلي، پوءِ ڦيري ڪائي دهلن ڪي پٺ ڏيئي پٺئين پاسي به ساڳيءَ طرح نيئي تال پورا ڪري، وري ڦيرو ڪائي، دهلن ڪي سامهون تي تاڙي هڻندا آهن. هن چيٽي ڪيڏڻ وقت هيٺيون گيت چوندا آهن:

چِيٽا، چَڱِي رهڪي هَئي جو واهُ! چيٽي دا پت،
چِيٽا، اجا راڏا نين. ڪچيچ ڳَئي اڳِي ڪَچ.
گهروچ ڪچي ڪوڏي نين روپائي پريسون سَٽِ،
او چيٽا اين چڙيندا. او چيٽا اِن چڙيندا.
چيٽا اين چڙيندا يار. جيوين چاول چڙيندي،
چيٽا اين چڙيندا،
ٽيئي مصراعُون ٻه ٻه دفعا چوندا آهن.

**هڪ يا ٻن ڄڻن وارو چيٽو:** هن چيٽي ڪيڏڻ وقت ڪيڏندڙ دهلن ڪان پرپرا سامهون تي بيهندا آهن ۽ اتان اڳتي وڌڻ شروع ڪندا آهن يعني سندن ڪڙيون هڪٻئي سان مليل هونديون آهن ۽ سندن پيرن جي بيهڪ هن طرح هوندي آهي ">" ۽ جڏهن نقارچي وٽ پهچندا آهن. تڏهن هٿ نقارن جي بلڪل نزديڪ چندبي ڦيري ڪائي پٺتي هٽڻ شروع ڪندا آهن. ٻنهي حالتن ۾ منهن نقارچيءَ ڏانهن رهندو اٿن. ڪڏهن ساڄي ڪلهي جي سامهون پيا هٿ چوريندا ته گهٽو وقت انهيءَ طرف ئي پيا چوريندا ۽ ڪڏهن وري ڏائي پاسي هٿ چورڻ شروع ڪيائون ته رڳو انهيءَ پاسي ئي چوريندا رهندا ۽ سندن چيلهه مخالف پاسي جهڪيل هوندي آهي. هٿ ٻه اندر ورائي پيا ڦڪوڙيندا ته وري ٻاهرئين پاسي پيا کوليندا ۽ سامهين پاسي پيا آڱريون ڇنڊيندا.

ورائٽي:

چيٽو ڪما نگر ڪيئن چڙجي؟
چيٽو ڪما نگر هيئن چڙجي.
ائين چڙجي جيئن الله ڪري،
اهو چڙي چندبي ادل ماءِ ڏنو
چيٽو ڪما نگر ڪيئن چڙجي؟
ائين چڙجي جيئن مولىٰ ڪري،
اهو چڙي چندبي جيجل مائيءَ ڏنو
چيٽو ڪما نگر ڪيئن چڙجي؟
ائين چڙجي جيئن الله ڪري،
اهو چڙي چندبي سوڍل پيڻ ڏنو
چيٽو ڪما نگر ڪيئن چڙجي؟
ائين چڙجي جيئن الله ڪري.

چيٽو مقبول گيت آهي. جديد سنڌي شاعرن مان شيخ اياز ۽ نياز همايونيءَ 'چيٽو گيت' لکيا آهن.

چيٽو ڪو نه چڙيندي سانءِ، چيٽو ڪو نه چيڙيندي سانءِ!
(شيخ اياز)

**چيٽو** [3] (**چيٽو گاهه** : Hogmillet): هي هڪ گاهه جو قسم آهي. جيڪو آڳاٽي وقت انساني خوراڪ لاءِ اناج واري فصل طور پوکيو ويندو هو. سنڌ ۾ عام ٿئي ٿو. هن گاهه جو اصل گهر وچ ۽ اوڀر ايشيا رهيو آهي. چين ۾ هن جي پوک ويهه صديون اڳ ڪئي ويندي هئي. چيٽو گاهه خشڪ ۽ گرم علائقن جو فصل آهي. پر گهٽجي قدر گرم، نيم گرم ۽ گهٽ ٿڌن علائقن ۾ پوکيو وڃي ٿو. برصغير ۽ خاص ڪري سنڌ ۾ چيٽو گاهه روايتي فصل طور اناج ۽ گاهه لاءِ پوکيو وڃي ٿو. هن وقت هي فصل روس، چين ۽ انڊيا ۾ پوکيو وڃي ٿو. هن فصل کي پاڻيءَ جي ضرورت گهٽ پوي ٿي. تنهنڪري هي فصل خشڪ علائقن جهڙوڪ: ٿر ۽ ڪوهستان ۾ پوکي سگهجي ٿو.



**پوکڻ جو وقت ۽ طريقو:** هي خريف جو فصل آهي. جيڪو وچ اونهاري کان پاڇاٽي اونهاري تائين پوکي سگهجي ٿو. هي فصل اناج لاءِ ناڙي ذريعي هڪ انچ جي اونهائيءَ تي پوکيو وڃي ٿو. بعد ۾ سانهر گهمائي ٻج کي بند رکبو آهي. هي فصل ڇٽ ذريعي ٻج پوکڻ سبب جلدي وڌي ۽ اُسري ٿو. پر ان صورت ۾ جڏهن فصل گاهه طور پوکيو وڃي. هي ٻوٽو سلا ٻه وڏيڪ ڪڍي ٿو هن گاهه جون گهڻيون جنسون دنيا اندر پوکيون وڃن ٿيون. جن ۾ وائيٽ، فرينچ، ريڊ فرينچ ۽ ترگاهي وغيره. سنڌ ۾ لوڪل جنس عام پوکي وڃي ٿي، جيڪا گرمي ۽ خشڪي برداشت ڪري سگهي ٿي.

**استعمال ۽ اهميت:** هي فصل اناج، گاهه ۽ جانورن جي چاري لاءِ ڪم اچي ٿو دنيا جي اوڀر وارن ملڪن ۾ خوراڪ لاءِ ڪم اچي ٿو. جڏهن ته ڪل لٽل داڻا سوپ ۽ پيٺو اٽو ماني پچائڻ لاءِ ڪم اچي ٿو. چو ته ان ۾ نشاستا گهڻا ٿين ٿا. جڏهن ته هن مان ماني، پاستا ۽ خميرو غذا تيار ڪئي وڃي ٿي، چيٽي جا ٻج انگورجڻ جي حالت ۾ سلاد ۽ سوپ لاءِ ڪم آڇن ٿا. چاڪاڻ ته ان ۾ لحميات ۽ سٽي گهٽو ٿئي ٿو.

**چِيگم** (Chewing Gum): هڪ نرم ٽافي، جيڪا چٻاڙي تہ سگهجي ٿي، پر ڳيهي نہ ٿي سگهجي، هن جو بنيادي جزو وچ آمريڪا جي 'Achras Zapota' وڻ جي کير جهڙي رس آهي، ان کانسواءِ ڦودنو ۽ کنڊ ان هن ۾ شامل ڪئي ويندي آهي. ببل گم بہ هن جو ئي هڪ قسم آهي، جنهن جا ڦوڪڻا ٺاهڻ ممڪن هوندا آهن. هڪ اندازي



موجب سال ۾ هر آمريڪي 300 چيوگم چٻاڙين ٿا. 1860ع جي ڏهاڪي جي شروع ۾ ڊاڪٽرن پنهنجي مريضن کي چيوگم نہ کائڻ جي نصيحت ڪئي هئي، ڇو تہ سندن خيال ۾ ان ڪري آندا پاڻ ۾ ڳنڍجي وڃن ٿا. وارن کي چيوگم لڳڻ کانپوءِ لاهڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.




**چيھو**: گاهہ جو هڪ قسم، جيڪو مينهن جي اوائلي وسڪاري تي اُڀري ٿو. ان جي رس ۾ ڳاڙهو رنگ ٿئي. تنهن ڪري مال کائي تہ ان جا چپ ڳاڙها ٿين ۽ پير اگهاڙا ڪري هلڻ سان ڳاڙها پير ٿين. هي گاهہ هيٺاهين ريج واري زمين ۾ بيٺل پاڻيءَ جي پاسڙن کان ٿئي. ٿر ۾ هي گاهہ هڏهرين، ٿلين، تراين، ٽوين وغيره ۾ ٿئي، جتي مينهن جو پاڻي بيهندو هجي. هن گاهہ جا پن چپڙا، فوٽ



کن اوچا. ڏانڊي جي چوٽيءَ کي ڦاڪرار سنگ ٿيندو اٿس. رڍون، ٻڪريون ۽ گڏهہ وغيره هن گاهہ کي جام کائيندو آهي. 'چيهي' جو استعمال ڪلاسيڪي شاعريءَ ۾ بہ ڪم آندو ويو آهي. جهڙوڪ:

ڪڙيون ڪه ڀڪليون، چيهي پير رتاس. (عنات رضوي)

'چيهو' ڇُڪيءَ ڪنڌئين، ٿيا ڳُڙنگ متي ڳُل. ((شاهہ)

هي گاهہ ڏهرن ۽ ٻنين جي وچ واري حصي ۾ ٿيندو آهي. هن جي پاڙ ۾ ننڍيون ڳنڊيون ٿينديون آهن. تنهنڪري وسڪاري کانپوءِ بہ هن جي پاڙ زنده هوندي آهي. جڏهن بہ برسات پوندي تہ ٻين سيني گاهن کان اڳ ۾ پن ڪڍي اڀرندو آهي، خاص ڪري ننڍو مال ٻڪري ۽ رڍ تمام شوق سان کائيندا آهن. سڪي وڃڻ کانپوءِ هن جي پاڙ جيڪا ڪاري رنگ تي ٿيندي آهي. جنهن کي موٽ چئجي ٿو اها ڏاڍي خوشبودار هوندي آهي.

**چيھو** [2] (پکي): چيھو هڪ قسم جو ننڍو پکي، جيڪو جهرڪي کان ٿورو ننڍو رنگا رنگي ۽ خوش آواز پکي آهي. اڪثر درياهن ۽ پاڻيءَ وارن هنڌن تي رهندو آهي. طبي لحاظ کان هن جو گوشت يرقان، ٻرهل، صفراوي دستن، جلندر جي بند ڪرڻ لاءِ مفيد آهي. هي پکي سنڌ ۾ عام ٿئي ٿو.



**چيھو ڪارو- ڳاڙهو** (Small Minivet /*Pericrocotus cinnamomeus*): هي ننڍڙو پکي 16 سينٽي ميٽر جسامت جو ٿيندو آهي. ان ۾ هنڌ هوندو آهي ۽ ماڳ سبب رنگ جو فرق هوندو آهي ۽ نر ماد جا 'رنگ بہ جدا جدا ٿيندا آهن. نَر جو مٿيون رنگ گهري سرمائيءَ کان هلڪو سرمائي ٿئي ٿو. ان جو ڳچيءَ جو رنگ گهرو سرمائي، پر ڪار سرد ٿيندو آهي، جڏهن تہ پيٽ گهري نارنگي رنگ کان وٺي اڇي رنگ تائين ٿيندو آهي. ماديءَ جو پيٽ نارنگي هيڊو رنگ ۽ اڇاڻ مائل ٿيندو. هن



چيهي جو ٻچو ماديءَ جهڙو ٿيندو آهي، پر ان جا مٿيان حصا هلڪي رنگ جا ٿيندا آهن. هن پکيءَ جي ٻولي تيز آواز "سُوئي ... سُوئي ..." وانگر آهي. هن جي لَڳ جي مند فبروري کان آڪٽوبر تائين آهي. چيهي جو آکيرو ننڍڙي پيالي وانگر هوندو آهي، جيڪو عام طور وڻ تي متي ٺاهيندو آهي. هي پکي ڏسڻ ۾ ڪاري-ڳاڙهي ڦِدي (Black-Redstart) ٻهڙو آهي، پر اُن جي پرن تي پاسي کان نارنگي ۽ هيڊا ڪنپ هوندا آهن ۽ ڳچيءَ وارو ڪارو حصو گهٽ هوندو آهي.





**چابرا** (ذات): چابرا ٿر ۾ رهندڙ ’سمن‘ ۽ ’گاڏينچن‘ جو هڪ پاڙو آهن. ان کان سواءِ ٿر ۾ گهرت ذات جا ماڻهو رهن ٿا، جن جي هڪڙي ڳوٺ جو نالو به ’چابرا‘ آهي.

**چاهڙيا** (ذات): چاهڙيا هندن جي هڪ ذات آهي، جيڪي اوائل ۾ وکر ڪٽي ڳوٺن ۾ گهور ڪندا هئا. سنڌ ۾ چاهڙيا ذات لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهي هندستان جي راجستان واري علائقي کان آيا هئا ۽ واپار مان وڏا دولتمند ٿيا. سنڌ اندر چاهڙين جا پاڙا منشاراماڻي، پارواڻي، عيدناڻي ۽ چندناڻي وغيره آهن. بهاري لال چاهڙيا، مشهور سنڌي اديب آهي، جنهن کي گوبند مالهيءَ جي وقت ۾ (1947ع) شيخ اياز سان گڏ سنڌي ادبي سنگت جو جوائنٽ سيڪريٽري چونڊيو ويو هو.

**چاهڙيا، آرتي**: بالي ووڊ جي نامور اداڪاره آرتي چاهڙيا، 21 نومبر 1982ع تي بمبئيءَ ۾ جنم ورتو. هن سنڌي خاندان سان تعلق رکندڙ ڇوڪريءَ جو والد اشوڪ چاهڙيا ڏندن جو ڊاڪٽر ۽ ماءُ نسيما چاهڙيا انٽيريئر ڊزائنر آهي. آرتيءَ پنهنجي عملي زندگيءَ جو آغاز ٽن سالن جي عمر ۾ ڪمرشل اشتهارن کان ڪيو. ٿوري ئي وقت ۾ ماڊلنگ جي دنيا ۾ وڏي شهرت حاصل ڪيائين. 1999ع ڌاري کيس ’مس انڊيا‘ جو اعزاز مليو. هن ماڊل طور مختلف فلمن: ’نشا هي نشا هي‘، ’روني هوئي هي کيون‘ ۾ ’مڌوبالا‘ جو ڪردار ادا ڪيو. هن 2001ع ڌاري



تهيل فلم ’لجا‘ ۾ شما جو ڪردار ادا ڪيو ان کانپوءِ هن ’آوارا پاگل ديوانا‘ ۽ ’تم سي اچها ڪون‘ فلمن ۾ مک ڪردار ادا ڪيو هيئي فلمون 2002ع ۾ رليز ٿيون. سندس ٻين مشهور فلمن ۾: ’شادي نمبر 1‘، ’سک‘، ’تيسري آنک‘، ’پارٽنر‘، ’ڊُوم ڊڙاڪا‘، ’گوپي‘، ’ڪيسي پيار ڪرون‘، ’ملين گي ملين گي‘ وغيره شامل آهن. آرتي چاهڙيا هندي فلمن کانسواءِ تيليگو ڪنڙ ۽ ٻين ٻولين جي فلمن ۾ به بهترين پرفارمنس ڪري رهي آهي. هن وقت بمبئي ۾ رهي ٿي.

**چاهڙيا، بهاري لال**: بهاري لال هريرام چاهڙيا، سنڌي ادب جو وڏو نالو آهي، جنهن شڪارپور شهر ۾ جنم ورتو تعليم مشهور استاد، اديب ۽ شاعر ڪيئلداس ’فاني‘ جي رهبريءَ ۾ ’نيو ليويا اسڪول‘ مان ورتائين، جنهن جو شيخ اياز به شاگرد هو جنوري 1938ع کان ’سدرشن‘ نالي هڪ هاڻو رسالو جاري ڪيائين، اڳتي هلي 1946ع ۾ شڪارپور ۾ ’زندگي پبليڪيشن‘ نالي هڪ اشاعتي ادارو قائم ڪيائين، جنهن پاران ڪجهه ناول ۽ ڪهاڻين جا مجموعا ترجمو ڪري شايع ڪرايائين. 47-1946ع ۾ سنڌي ادبي سنگت سنڌ جي اوائلي قيام وقت شيخ اياز سان گڏ سنگت جو پهريون جوائنٽ سيڪريٽري چونڊيو هو جڏهن ته گوبند مالهي سيڪريٽري جنرل هو بهاري لال ۽ شيخ اياز، شڪارپور ۾ سنگت جي شاخ قائم ڪرڻ لاءِ به ڪوشش ڪئي. ڪراچيءَ ۾ رهائش اختيار ڪرڻ بعد زندگي پبليڪيشن کي وڌيڪ فعال بنائڻ لاءِ ’زندگي‘ رسالو به جاري ڪيائين. هن رسالي ذريعي ترقي پسند نظريي هيٺ سنڌي ادب کي نوان موڙ ڏيڻ جي ڪوشش ڪيائين. ’زندگي پبليڪشن‘ کان سواءِ هن ڪراچيءَ ۾ ’قومي ساهتيه پبليڪشن‘ جو به بنياد وڌو. 1947ع ۾ ورهاڱي کان پوءِ پنهنجي پوري ڪٽنب سان هندستان لڏي ويو جتي به هن سنڌي ٻولي ۽ ادب سان ناتو نه ڇنو ۽ گرم جوشيءَ سان اشاعتي ڪم کي جاري رکيو هن اتي ’سنگم ساهت مالا‘ نالي سان اشاعتي اداري جو بنياد رکي، ناولن ۽ ڪهاڻين جا ڪيترا ڪتاب شايع ڪرايا، جن مان اڪثر ترجما هئا، جيڪي بنگالي ۽ مرهٽي ادب مان ڪيا ويا هئا. بهاري لال چاهڙيا بمبئيءَ ۾ ’راڻي پبليڪشن‘ ۽ ’سنڌ بوڪ ڪمپني‘ جو بنياد وڌو. هن جي ترجمو ٿيل ڪتابن ۾: ’در ماهه‘ (ناول)، ’همراهي‘ (ناول)، ’تاري‘ (ناول)، ’جنگ ۽ صلح‘ (ٽالسٽاءِ جي ناول ’War & Peace‘ جو ترجمو)، ’شري‘ (احمد عباس جو ناول)، ’سست قدم‘ (شاعري)، تارا شنڪر بئنرجي، ’چرتر هيڻ‘ (شرت چندر جو ناول)، ’شريڪانت‘ (شرت چندر جو ناول)، ’ستا‘ (شرت چندر)، ’ويرداس (شرت چندر جو ناول) ۽ ٻه پينر‘ وغيره شامل آهن. 1986ع ۾ بهاري لال چاهڙيا، سبود چندرسين گپت جو ڪتاب ’شرت چندر شخص ۽ ڪلاڪار‘ جي نالي سان ترجمو ڪيو، جيڪو ساهتيه اڪيڊمي، نيو دهليءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو.

**چاهڙيا ’گوتم‘ شڪارپوري**: گوتم شڪارپوريءَ جو اصل نالو لڌارام ڪشارام چاهڙيا هو. هن 12 اپريل 1917ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو. مختصر تعليم حاصل ڪرڻ بعد پريس ۾ ڪم سکڻ لڳو پريس جي ماحول ۾ رهندي، سندس اديبن ۽ شاعرن سان رهاڻيون ٿينديون رهنديون هيون. گرداس ’اداسي‘ ۽ بدر دريشاڻيءَ جي صحبت ۾ شاعريءَ طرف راغب ٿيو. پهرين شاعريءَ ۾ ’ساقي‘ تخلص ڪم آندائين ۽ 1942ع کان پوءِ ’گوتم شڪارپوريءَ‘ جي نالي سان ادبي دنيا ۾ مشهور ۽ معروف ٿيو. ورهاڱي بعد هندستان هليو ويو جتي سنڌو نگر (الهاس نگر) ۾ رهائش اختيار ڪيائين.

سندس نظم ’سنڌڙي‘ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ڪريان ساهه صدقي، گهوريان پنهنجو تن،
سگهان ڪيئن وساري، مان سنڌڙي وطن،
يلا ڪيئن وساريان شڪارپور جو پاڻي!

**چاتيون** (اُرهه: Breast/ Mammary Gland): انسان جي جسم ۾ جيڪي به ننڍا توڙي وڏا عضوا آهن اهي سيئي قدرت جا بي مثال شهڪار آهن. پر عورت جي ڇاتي (ارهه) اهڙو عضوو آهي، جيڪو خدا پاران رزاق هجڻ جو پهريون پختو دليل آهي. ٻار اڃا ماءُ جي پيٽ ۾ سورهن هفتن جو ڪچڙو (Foetus) مس هوندو آهي ته ان وقت جتي ماءُ جي پيٽ ۾ ٻار جا عضوا پيا

ٺهندا آهن ته ٺيڪ انهيءَ وقت ماءُ جي ڇاتين ۾ به ٿڃ جي ٺهڻ جي شروعات ٿيندي آهي. (ٿورو ٿورو کير ماءُ جي ڇاتين جي کير نارين ۾ رسڻ شروع ٿيندو آهي). جنهن وقت ٻار هن دنيا ۾ پير پائيندو آهي ته قدرت پاران ٻار جي پير پائڻ کان اڳ ۾ ئي سندس رزق جو ٿڃ جي صورت ۾ ماءُ جي ڇاتين ۾ بندوبست ٿيل هوندو آهي. ماءُ جي ڇاتي نه رڳو نئين ڄاول ٻار جي رزق جو ذريعو آهي، پر ساڳي وقت ماءُ جي جسم جو اهڙو عضوو آهي، جيڪو ماءُ جي مامتا، ماءُ ۽ ٻار جي وچ ۾ سڃاڻپ، پيار ۽ محبت جي ڳانڍاپي جو پڻ بنيادي ذريعو آهي ۽ عورت جي جسم جي سيني عضون ۾ نازڪ ۽ حساس عضوو به آهي.

**(الف) ڇاتيءَ (اُرهه) جي بيهڪ (Location of Breast):** اُرهه جا غدود (Mammary Glands) يا ڇاتي عورت جي پيدائش (Reproductive System) سان لاڳاپيل عضوو ۽ غدود آهن. ڇاتيون سيني (Pectrol) جي مٿاڇري تي سيني جي ڌاڳيدار مشڪن (Fiberous Muscles) سان جڙيل هونديون آهن. هي ٻئي غدود (ڇاتيون) سيني جي ڪوڙي (تاڪي) (Sternum)، ٻنهي بغلن جي سڌ ۾ وڌ واري حصي ۾ ٻي ۽ ٽين پاسراٽيءَ کان ستين پاسراٽيءَ تائين هيٺ مٿي گولائيءَ ۾ پکڙيل ٿين ٿا. هي غدود (ڇاتيون) عمر جي نون کان ڏهن سالن جي وچ ۾ بيجڪين (Overies) کان نڪرندڙ ٻن هارمونن Oestrogen ۽ Progestrone جي مدد سان وڌڻ شروع ڪندا آهن ۽ عورت جي بالغ ٿيڻ ۽ جوانيءَ (Puberity) تائين واڌ ڪائيندا رهندا آهن. عورت جي هر پيري ڳورهاري ٿيڻ تي ڇاتين (ارهه جي غدودن) ۾ واڌ ايندي رهندي آهي. جڏهن عورت حيض جي دائمي موقوفي (بند) ٿيڻ جي عمر (Menupause) کي پهچندي آهي ته مٿيان ٻئي هارمون (ايسٽروجن+پروجيسٽران) بيجڪيون ناهڻ بند ڪنديون آهن. اهڙيءَ صورت ۾ ڇاتيون (هي غدود به) سُسڻ شروع ڪنديون آهن. آخر ۾ عمر جو اهڙو به حصو ايندو آهي، جو هي ٻئي غدود (ڇاتيون) سُسي ويندا آهن.

اُرهه/ ڇاتيءَ (ڇاتين) جو اصل ڪمائتو حصو (Parenchyma) آهي، جيڪو گھڻن ننڍن وڏن حصن (عضون) تي ٻڌل آهي. ايئن ڇاتين جا ٻاهريان حصا (عضوا) اندرين حصن سان ملي ڇاتين جي شڪل ناهي بيهن ٿا. هيٺ ڇاتين جي اندرين توڙي ٻاهرين حصن (عضون) جي بناوت تي روشني وجهجي ٿي.

1. **ٻنڊيون (Nipples):** هر هڪ ڇاتيءَ جي وچ ۾ هڪ ٻنڊي يوري ناسي يا گھاٽي ناسي رنگ جي هوندي آهي. ٻنڊيون گول ۽ ڊگھن ڌاڳيدار مشڪن (Fiberous Muscels) مان ٺهيل هونديون آهن. جن ٻنڊين ۾ اٽڪل پندرهن کان ويهه سوراخ هوندا آهن. ٻنڊين مان ٻار جي چوسڻ تي ٿڃ نڪرندي آهي. دراصل اهي ٻنڊين جا سوراخ کير جي نارين (Lactiferous Ducts) جا منهن هوندا آهن.

•2. **ڀڙو (Aroela):** ڀڙو هر هڪ ڇاتيءَ ۾ گول دائري ۾ ٻنڊين جي چوڌاري هوندو آهي: جيڪو پکيڙ ۾ اڌ انچ کان هڪ انچ جي اندر گولائيءَ ۾ ٿئي ٿو ڀڙي جو رنگ ڪارو ٿئي ٿو. جيڪو عورت جي ڳورهاري هئڻ دوران اڃا به گھاٽو ڪارو ٿي ويندو آهي. ڀڙي جي هيٺان چرٻيءَ جا غدود (Sebaceus Glands) هوندا آهن. جن کي Montgomery Glands به چئبو آهي. چرٻيءَ وارن غدودن جا نشان ڀڙي جي مٿان چوڌاري اڀارن (Papillae) وانگي ڏسڻ ۾ ايندا آهن. چرٻيءَ وارا غدود هر وقت ضرورت آهر سٽيو مادو خارج ڪندا رهندا آهن.

•3. **خانا (Lobes):** هر هڪ ڇاتيءَ ۾ ويهه خانا ٿين ٿا. هر هڪ خاني ۾ وري تمام گھڻا ننڍا خانا (Lobules) هوندا آهن. جيڪي ننڍڙا خانا ٻنڊين جي چوڌاري پکڙيل هوندا آهن. ننڍڙا خانا تمام گھڻن ڪانچن (Alveoli) تي مشتمل هوندا آهن. هر هڪ ڪانچي کي ڇهه ڪنڊون ٿينديون آهن. ڪانچا اڳتي هلي ننڍڙين نارين سان ڳنڍيا آهن. اهي ننڍڙيون نارڙيون گڏجي کير جي هڪ وڏي ناڙي ٺاهينديون آهن. جنهن کي کير جي وڏي ناڙي (Lactiferous Dect) چئبو آهي.

•4. **کير جي وڏي ناڙي (Lactiferous Duct):** کير جون وڏيون نارڙيون وچ ڇاتيءَ ۾ پکڙيل هونديون آهن. هر هڪ ڇاتيءَ ۾ کير جي وڏين نارين جو تعداد لڳ ڀڳ ويهه ٿئي ٿو. هر هڪ کير جي وڏي ناڙي ڀڙي جي ويجھو هڪ ننڍڙي ڍُٻي (Ponds) ۾ بدلبيون آهن. هتي کير جي نارين جي شڪل کير جي پيالين/ وٽين وانگي ٿي ويندي آهي، جن کي (Lactiferous Sinus) چئبو آهي.

•5. **رَت جي رسد (Blood Supply):** ڇاتيون (اُرهه جا غدود) ٻنهي قسم جي رت جي رڳن (Blood Vessels) (هڪ رت جي شريانن Artries ۽ ٻيو رت جي نسن Veins) سان مڪمل ڳتيل ٿينديون آهن. اهو ئي سبب آهي جو ڇاتين (اُرهن) کي رڳن وارا غدود (Vascular Glands) به چيو ويندو آهي.

6. **ڇاتين جو تنتي نظام (Nerve System):** ڇاتين جو تنتي نظام چوٿين، پنجين ۽ ڇهين سيني جي تنتن سان جڙيل آهي. ڇاتين ۾ خاص ڪري ٻنڊين جي چوڌاري ڳاٽاٽي کان به وڌيڪ (ڇاتين جون پنهنجون) خابرو قسم جي تنتن (Sensory Nerves) جون پچڙيون موجود هونديون آهن. هن قسم جي تنتن جو ماءُ جي کير ٺهڻ ۽ نڪرڻ تي ڪو به ضابطو يا اثر ڪونهي: پر ٻار جي ماءُ جي ٻنڊين کي چڳڙ ڏيڻ سان انهن ۾ اهڙو تحرڪ پيدا ٿئي ٿو. جنهن جي ڪري پچوئٽري غدود (Pituitary Glands) مان هائيپو ٿلامس (Hypothalamus) جي هدايت تي به هارمون نڪرندا آهن. هڪ پروليڪٽن هارمون (Prolactin Harmone) (جنهن هارمون جي ڪري ٿڃ ٺهندي آهي) ٻيو آڪسيٽوسني هارمون (Oxytonic Harmone) (هن هارمون جي ڪري ٻار جي ماءُ جي ٻنڊين کي چڳڙ ڏيڻ سان ٿڃ ٻنڊين مان ٻاهر نڪرندي آهي). هنن ٻنهي هارمونن جي ڪري ماءُ جي ڇاتين ۾ ٿڃ ٺهندي به آهي ۽ ماءُ جي ٻنڊين مان ٿڃ ٻاهر نڪرندي به آهي.

7. **لعاب جو نيڪال (Lymphatic Drainage):** لعاب جي نيڪال جو سرشتو ڇاتين جو تمام اهم حصو آهي، جيڪو ٻن قسمن سان پنهنجو ڪم ڪري ٿو هڪ لعابي تنتن (Lymphatic Vessels) ذريعي، ٻيو لعابي ڳوڙهين (Lymphatic Nodes) ذريعي اٽڪل پنجهتر سيڪڙو ڇاتين جو لعاب بغل جي ڳوڙهين (Axillary Nodes) ۾ نيڪال ٿئي ٿو ويهه سيڪڙو ڇاتين جو لعاب خود ڇاتين ۾ موجود ڪجھه غدودن جي ڳوڙهين ۾ نيڪال ٿئي ٿو. باقي پنج سيڪڙو ڇاتين جو لعاب ڇاتين کان سيني جي پوئين پاسراٽين جي وچ وارين ڳوڙهين ۾ نيڪال ٿئي ٿو لعابي ڳوڙهيون ۽ لعابي ڳوڙهين

جو فعل نهايت اهم آهي. هنن ڳوڙهين ۾ ڪنهن به قسم جو خلل پوڻ ڪري چاتين جو ڪينسر (Carcinoma) ٿيندو آهي. چاتين جو لعاب سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح پنجهتر سيڪڙو بغل ۽ بغل سان لاڳاپيل حصن جي ڳوڙهين ۾ نيڪال ٿئي ٿو. جنهن ۾ بغل جي وچ، پاسي، اڳين ۽ پويون ڳوڙهيون اچي وڃن ٿيون. باقي ٿورو لعاب سيني جي تنتن ۽ ڳچيءَ جي پاسي وارن ڳوڙهين وٽ هسليءَ جي مٿان ڳوڙهين (Supraclavicular Nodes) ۾ نيڪال ٿئي ٿو.

8. **پروليڪٽن هارمون (Prolactin Harmone):** پچوئٽري غدود (Pituitary Gland) جي اڳين حصي مان هي هارمون نڪرندو آهي. جيڪو ماءُ جي ٿڃ ٺاهيندو آهي. ويم کان پوءِ (Parturation) سنئون سڌو هن هارمون جو اثر ماءُ جي چاتين تي ٿيندو آهي. ماءُ جي ويم کان پوءِ هن هارمون جي رت جي سطح وڌي ويندي آهي. ٻار جي ماءُ جي ٻندين کي چڪڙ ڏيڻ سان پروليڪٽن هارمون اڃا به وڌيڪ دماغ جي تنتي مرڪز (Hypothalamus) جي هدايت تي پچوئٽري غدود مان خارج ٿيندو آهي.

9. **آڪسيٽوسني هارمون (Oxytonic Harmone):** هي هارمون پچوئٽري غدود (Pituitary Gland) جي پوئين حصي مان دماغ جي تنتي مرڪز (Hypothalamus) جي هدايت تي ماءُ جي ٻنديءَ کي چڪڙ ڏيڻ تي گهربل مقدار ۾ خارج ٿيندو آهي. جڏهن ماءُ جي ٻنديءَ کي چڪڙ ڏبندو آهي ته دماغ جي خابرو تنتي سرشتي جي مرڪز (Hypothalamus) جي هدايت تي پچوئٽري غدود جي پوئين حصي مان گهربل مقدار ۾ آڪسيٽوسن هارمون خارج ٿيندو آهي. جنهنڪري ٻنديءَ جي غدودن جي جيوگهرڙن (Glandular Cell) ۽ کير جي ناڙين (Lactiferous Ducts) ۾ ڪوئجڻ جو عمل (Process of Contraction) ٿيندو آهي. جنهن سان ٻار جي ٻنديءَ کي چڪڙ ڏيڻ تي ٻنديءَ جي سوراخن مان ٿڃ نڪري پوندي آهي.

**(ب) چاتين جون بيماريون (Diseases of Breasts):**

1. **اضافي ٻنديون (Accessory Nippls):** ڪڏهن ڪڏهن ڪن عورتن کي اضافي ٻنديون ٿينديون آهن. جيڪي عام چاتين ۽ ٻندين کان ننڍيون ٿينديون آهن. هي گهڻو ڪري ڪنهن به چاتيءَ (ارهه) جي پاسي ۾ يا ڪڇن جي پاسي ۾ يا وري ڪڇن جي اندرين پاسي ۾ ٿينديون آهن.

2. **ٻندين جون تڪليفون (Aliments Of Nipples):** ٻندين ۾ گهڻن قسمن جون تڪليفون ٿينديون آهن. جن ۾ ٻندين جا سوراخ يا کير واريون ناڙيون بند ٿي وينديون آهن. جنهن ڪري ٻندين مان کير اچڻ بند ٿي ويندو آهي، جنهن جو سبب ارهه جون ڪوڙ بيماريون هونديون آهن. جن ۾ خاص ڪري ارهه جو ڦِٽُ (Galactocele Abscess) هوندو آهي.

3. **ارهه جي غدودن جو وڌي وڃڻ (Enlargmenet of Glands):** اُرهه ۾ ننڍا وڏا ڪيترا غدود ٿين ٿا. جن جي وڌي وڃڻ ڪري اُرهن ۾ سور ٿي پوندو آهي.

4. **ڳليٽيون ۽ رسوليون (Tumours):** چاتين ۾ عام (Bengin) يا مهلڪ (Malignant) ڳلٽيون ۽ رسوليون Tumours ٺهڻ. (وڌيڪ ڏسو: چاتين جو سرطان)

5. **زخم (Ulcers):** چاتين ۾ ڦٽن ۽ ڦرڙين ٿيڻ يا ڌڪ لڳڻ ڪري زخم ٿي پون.

6. **روڳ Infection):** چاتيءَ جي اندرين حصن (عضون) يا ٻاهرين حصن (عضون) ۾ ڪنهن مهلڪ بيماريءَ جي ڪري روڳ (infection) ٿي پوي.

7. **اُرهه جي سوڄ (Swelling):** ارهه جي غدودن ۾ ارهه جي بيمارين ڪري، يا ڌڪ لڳڻ جي ڪري سوڄ ٿي پوي.

8. **چاتيءَ جي خانن جون بيماريون (Diseases of Lobes):** چاتيءَ جا ننڍا وڏا خانا (گهڻين بيمارين جي ڪري) سسي يا وڌي وڃن. يا انهن ۾ ڳلٽيون ۽ رسوليون ٺهن يا وري انهن ۾ چربي گهٽ ٿي وڃي يا حد کان وڌيڪ پرجي وڃي، ان ڪري پنهنجو ڪم ڇڏي ڏين.

9. **اُرهه جي ٻنڌڻن ۽ مشڪن جي ڪمزوري (Feeble Lligments Muscles):** ارهن جي ٻنڌڻن ۽ مشڪن جي ڪمزوريءَ جي ڪري اُرهه ڇڙڪي ڪمزور ٿي پوندا آهن.

10. **ارهن جو سسي وڃڻ (Atrophy Shrinks of ):** ارهن جي مٿاڇري يا اندر خانن ۾ قدرتي طور چربيءَ جي گهٽ ٿي وڃڻ ڪري وقت کان اڳ ۾ عورت جون چاتيون سُسي وڃن ٿيون يا وري خود جوانيءَ ۾ گهٽ اُڀرن (سسيل ۽ ننڍيون هجن) ٿيون.

11. **چاتيءَ جو سور (Pain in Breast Mastodynia):** عورتن کي چاتين جي گهڻين بيمارين کان سواءِ گهڻو ڪري ماهواريءَ دوران چاتين ۾ سور ٿيندو آهي ۽ ڳرڀوتيءَ هجڻ دوران سور سان گڏ اُرهن ۾ سختي به ٿيندي آهي. جنهنڪري ڳورهاري عورت جون (هڪ يا ٻئي) چاتيون سور ۾ جهرنديون آهن.

12. **ڪينسر (Cancer):** هيءَ عورت جي چاتين جي سڀ کان وڌيڪ خطرناڪ ۽ مهلڪ بيماري (Fatal Disease) آهي. هن بيماريءَ جي ڪري سڄيءَ دنيا ۾ وڏ ۾ وڏ عورتون موت جو ٻَڪُ بڻبيون آهن.

**چاتين (اُرهه) جو سرطان (Breast Cancer/ Carcinoma):** چاتين (ارهه) جو سرطان، عورتن ۾ ٿيندڙ هڪ مهلڪ مرض آهي. سڄيءَ دنيا ۾ هن بيماريءَ سبب فوت ٿيل عورتن جي شرح ٻين مرضن جي بنسبت وڌيڪ آهي. اڳاٽي زماني ۾ هيءَ بيماري اڪثر اڌڙين عورتن کي ٿيندي هئي. جيڪي پنهنجي ماهواريءَ بند ٿيڻ واري عمر ۾ Menu pause کي پهچنديون هيون. پر هاڻي هيءَ بيماري ڪيترن سببن ڪري عورت کي عمر جي ڪنهن به حصي ۾ ٿي سگهي ٿي. ڪيتريون نوجوان ڇوڪريون جيڪي اڃا بالغ ٿينديون آهن ته اهي به هن موذي مرض ۾ وٺجي وينديون آهن.

اڃا تائين هن بيماريءَ جو ڪو خاطر خواهه علاج نه لڌو ويو آهي ۽ نه ئي سرجريءَ سان هن مرض کي ختم ڪري سگهجي ٿو. ڇو ته متاثر ارهه جو اهو حصو يا سڄو ارهه ڪٽڻ جا تجربا به ڪيا ويا. پر بيماري ختم ٿيڻ بجاءِ بگڙيل صورت ۾ ٻيهر ٿي پوندي آهي. ڪڏهن ڪڍڻ (Mastiodectomy) کان پوءِ وري انهن ڦٽن ۾ روڳ وڌي ويندو آهي ۽ ڦٽن ۾ وِرَ ٿي پوندو آهي. پوءِ ان وِرَ مان پوڻ نڪرندي آهي ۽ پوءِ مرض چاتيءَ سان لاڳاپيل عضون ڏانهن پکڙجي ٿو جيڪو 'Mestastasis' سڏجي ٿو. ان ۾ ٻئي ارهه، ڪڇن ۽ سيني وارين هڏين متاثر ٿيڻ جو خدشو رهندو آهي.

هن بيماريءَ جي تاريخ تمام قديم آهي. 2500 سال اڳ رومي ۽ يوناني حڪيمن چاتيءَ جي ڪيترين بيمارين مان ڪينسر ۽ چاتيءَ ۾ طبعي تبديلين بابت ڄاڻ ڏني هئي. دنيا ۾ حڪيم بقراط (Hippocrate) اهو پهريون يوناني حڪيم هو، جنهن چاتيءَ ۾ ٿيندڙ مهلڪ طبعي تبديلين

(Physiological Changes) ۽ غير فطري روڳي واڌ بابت تفصيل سان بيان ڪيو آهي ۽ هن ان غير فطري واڌ کي (Skiros Karkinoma) يعني Breast Carcinoma (Cancer) جو نالو ڏنو جيڪو نالو اڄ تائين ميڊيڪل سائنس ۾ قائم آهي.

اٽڪل 500 ق. م ڌاري ڪيترن رومي ۽ يوناني حڪيمن، چاتيءَ جي هن مهلڪ بيماريءَ تي گهڻن رخن کان وڏيڪ تجربا ڪيا. بيماريءَ کي يوناني حڪيمن سامونڊي ڪيڪڙي (Sea-crabs) جي شڪل سان مشابهت ڏني، جنهنڪري هن بيماريءَ کي سرطان چيو ويندو آهي.

هن بيماريءَ جو سبب اهو آهي ته جڏهن چاتيءَ جي صحتمند جيو گهرڙن جي فعل ۾ گهڻن سببن جي ڪري بگاڙ ٿئي ٿو ته چاتيءَ جي اوجن ۾ پڻ نئين غير فطري واڌ ٿئي ٿي، جنهن کي اسين چاتيءَ جو ڪينسر چئون ٿا.

**بيماريءَ جا قسم (Types of Disease):** چاتيءَ جي هن غير فطري واڌ کي بيماريءَ جي روڳي هجڻ يا نه هجڻ جي خاصيت ڪي ٻن وڏن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي، ڇو ته هر هڪ واڌ ڪينسر ناهي هوندي:

(1) بي ضرر (اڻ روڳي واڌ) (Bengn Growth)

(2) مهلڪ سرطاني واڌ (Malignant Growth)

**(1) بي ضرر (اڻ روڳي) واڌ (Benign Growth (Tumor:** بي ضرر (اڻ روڳي) واڌ کي گهڻن نالن سان سڏيو وڃي ٿو جيئن گومڙ ۽ رسولي وغيره. هن قسم جي بي ضرر واڌ مقامي هوندي آهي. تنهنڪري چاتيءَ جي ٻين حصن ڏي ناهي وڌندي، پر هڪ هنڌ تي بيٺل هوندي آهي ۽ واڌ ويجهه به آهستي آهستي ڪندي آهي. پنهنجي خاصيت جي حساب سان اڻ روڳي هوندي آهي، پر علاج ضرور ڪرائڻ گهرجي.

هيو قسم بي ضرر واڌ آهي. ان واڌ جا به ڪيترا قسم ٿين ٿا. مثال: جيئن رت جي ڳوڙهي يا شريانين واري رسولي (گومڙ: Angioma)، تاندورن وارو گومڙ (Fibroma Tumor)، چربي وارو گومڙ (Lipoma/ Lypoma)، لڪل ڌاڳن وارين مشڪن جو گومڙ (Leiomyoma) ۽ هڏين جو گومڙ (Osteoma) وغيره اچي وڃن ٿا. بي ضرر قسم جا سيئي گومڙ سدائين ڳنڍيندڙ اوجن (Connective Tissues) سان ئي اُڀرن ٿا.

**(2) مهلڪ سرطاني واڌ (Malignant Growth/ Tumor):** چاتيءَ ۾ مهلڪ قسم جي غير فطري واڌ جي علامت سان چاتيءَ جي سرطان هئڻ جي واضح نشاني ليکبي آهي. اها واڌ چاتيءَ جي چربيءَ وارن جيو گهرڙن (Epithelium Cells) مان اڀرندي آهي. چاتيءَ جي هيءَ مهلڪ واڌ (گومڙ) جنهن کي نج چاتيءَ جو ڪينسر چئبو آهي، عورت جي حياتي لاءِ ڏاڍي مهلڪ آهي.

**مهلڪ (سرطاني) واڌ جا قسم (Types of Malignant Growth):**

**(1) سخت سرطاني واڌ (گومڙ) (Scrrihus Growth/ Tumor):** هن قسم جو سرطاني (گومڙ) واڌ، سيني قسمن جي گومڙن (واڌ) ۾ عام لئي ٿي. هن قسم جو گومڙ سخت ٿئي ٿو ۽ واڌ ويجهه ۾ گهڻو وقت وٺندو آهي. ڪن حالتن ۾ هن قسم جي گومڙ جي وڌڻ ۾ سال به لڳي ويندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو هن قسم جو گومڙ وڏي عمر ۾، خاص ڪري عورت جي حيض جي موقوف (Menu pause Period) کان پوءِ ظاهر ٿيندو آهي. هن قسم جي گومڙ ۾ سور به ٿيندو آهي، پر اهو هر وقت نه ٿيندو آهي. گومڙ (واڌ) واري ڪل ۾ چڪ ۽ سور ٿيندو آهي. تنهن ڪانسواءِ گهڻين مريضائن جا هن قسم جي سرطاني واڌ ۾ چاتيءَ سان گڏ بغل جا غدود به سجي پوندا آهن.

**(2) ميجالي جي مِکُ جي شڪل جهڙي واڌ (Encephaliod Growth of Tumor):** هن قسم جي سرطاني واڌ مٿين سرطاني واڌ وانگر سخت ڪانه ٿيندي آهي، پر ڪي قدر نرم ٿيندي آهي. جيئن جيئن سرطاني واڌ ۾ واڌارو ٿيندو آهي ته سرطان جي واڌ جي مٿاڇري وارين نسن (Superfical Veins) ۾ پڻ واڌ ٿيندي آهي، ان واڌ جو رنگ واڱڻائي هوندو آهي. جيڪا هن قسم جي واڌ جي ڀرپور علامت هوندي آهي ۽ ڇورڻ سان هيڏي هوڏي ڦرندي آهي. هيءَ واڌ اڳتي هلي جڏهن ڦاٽي پوندي آهي ته ان مان گهڻو ڪري ڪاري رنگ جو رت وهندو آهي. هن قسم جي گومڙ جي شڪل گل جهڙي ٿيندي آهي، تنهنڪري هن قسم جي سرطاني واڌ کي (Rose Cancer) به چوندا آهن. هن قسم جي گومڙ جو ڪاچو ٻين سرطاني گومڙن جي مقابلي ۾ گهڻو وڏو هوندو آهي ۽ گومڙ جو وزن به گهڻو هوندو آهي، تنهنڪري مريض پنهنجي سرطاني چاتيءَ ۾ واڌ سان گڏ ڳوراڻ به گهڻي محسوس ڪندي آهي. هن قسم جي ڪينسر جي واڌ تمام گهڻي تڪڙي ٿيندي آهي، جيڪا هڪ سال کان مٿي ڪانه ٿيندي آهي.




**(3) ڳوڙهن (غدودن) جهڙي واڌ (Adenoid Growth/ Tumor):** هن قسم جي سرطاني واڌ ۾ مريضه جي سرطاني چاتيءَ ۾ هر هنڌ ننڍڙين ننڍڙين سخت ڳوڙهين جا ڇڳا هوندا آهن. اهي سخت ڳوڙهيون رهڙ جي ٻال وانگي محسوس ٿينديون آهن. جن ڳوڙهين کي هٿ سان گهمائڻ سان هيڏي هوڏي چوري پري (ڦري) سگهنديون آهن.

**(4) گوشت (جي ٽڪري) جهڙي واڌ (Sarcoma Growth Tumor):** هن قسم جي سرطاني واڌ تمام گهڻي خطرناڪ هوندي آهي. هن قسم جي واڌ جي پاڙ گهڻو ڪري سرطاني مرض ۾ وچڙيل چاتيءَ جي هيٺان هڏن تائين هوندي آهي. هن قسم جي سرطان تمام گهڻو تڪڙو واڌ ويجهه ڪندو آهي. سرجريءَ کان پوءِ نئين حملي ۾ هي پنهنجي اصلي جاءِ مٿائي ڪنهن ٻئي عضوي يا ٻئي اُرهه ڏي وڌندو يا پکڙبو (Metastasis) آهي، پر جيڪڏهن ساڳي هنڌ تي وري ٿي پيو ته به اهو تمام تڪڙو واڌ ويجهه ڪندو آهي. تمام گهڻو مهلڪ ۽ خطرناڪ بڻجي ويندو آهي.

آپريشن ڪان پوءِ جيڪڏهن هن قسم جي سرطان جي واڌ ساڳئي هنڌ تي پئي ته ڪن حالتن ۾ اها ايتري ته وڏي هوندي آهي، جو اها ٻن ڇاتين جيڏي ٿي پوندي آهي، تنهنڪري هيءَ بيماري هيٺ آيل ڇاتيءَ وارو حصو وڏو ڏسڻ ۾ ايندو آهي ۽ پوائنٽو لڳندو آهي.

**(ب) ڇاتيءَ جي ڪينسر ٿيڻ جا سبب (Aetiology):**

**(1) ٿڃ نه ڌارائڻ:** ڇاتيءَ جي ڪينسر ٿيڻ جو وڏي ۾ وڏو ۽ بنيادي سبب ماءُ جو ٻار کي ٿڃ نه ڌارائڻ آهي. ٿڃ ڌارائڻ ڪري ماءُ جي لاءِ ڇاتيءَ جي ڪينسر کان بچڻ لاءِ وڏي ڍال آهي. جيڪي مائرون پنهنجي اولاد کي ٿڃ نٿيون ڌارائن، انهن ۾ ڪينسر ٿيڻ جو خدشو وڌيڪ هوندو آهي.

**(2) دير سان شادي ٿيڻ (Late Marriage):** اڄڪلهه سماجي مجبورين ۽ ڪن سببن جي ڪري ڇوڪرين جي شادي دير سان ٿئي ٿي، جنهنڪري ڪنوارين ڇوڪرين کي پڻ گهڻي پاڳي ارهه جو ڪينسر ٿئي ٿو.

ڇوڪرين جي مناسب وقت تي شادي ڪرائڻ سان ارهه جي ڪينسر ٿيڻ جو خطرو بلڪل گهٽ ٿئي ٿو ان ڪانسواءِ جلدي شادي ڪرڻ ڪانپوءِ عورت جو جلدي حاملا ٿيڻ پڻ ارهه جي ڪينسر کان بچاءَ جو وڏو ذريعو آهي.

**(3) ٻـر روڪ دوائون (Birth Control Medicines):** جيڪي عورتون گهڻي عرصي تائين ٻـر روڪ جون دوائون استعمال ڪن ٿيون، جن دوائن/ انجيڪشن جي ناهڻ ۾ هٽرادو اسٽروجن (Estrogen) ۽ پروجيسٽرون (Progestrone)، هارمون (Harmones) ڪتب آندا ويندا آهن. اهي ٻئي هٽرادو هارمون عورتن ۾ ڪيترين زنانين بيمارين ڪري وجهندا آهن، جنهن ۾ ماهواريءَ جو بي ترتيب اچڻ، يا گهڻو اچڻ، ٻيجڻين ۽ ڳيرڻ جي فعل ۾ بگاڙ پيدا ڪرڻ، جنهن جي نتيجي ۾ ٻيجڻين ۽ ڳيرڻ ۾ رسولين کان وٺي ڪينسر جو ٿي پوڻ. ٻيجڻين ۾ هٽرادو هنن ٻنهي هارمونن جي گهڻي مقدار ۾ پهچڻ ڪري انهيءَ جو سڌو اثر ارهه جي غدودن تي بگاڙ جي صورت ۾ ٿئي ٿو جنهن ڪري ڇاتيءَ جي غدودن ۾ غير فطري واڌ ٿئي ٿي، جنهن ڪانپوءِ سخت گومڙ ٺهن ٿا، جيڪي مهلڪ هجڻ ڪري ڇاتيءَ جي ڪينسر جي صورت ۾ ظاهر ٿين ٿا.

**5. خانداني منصوبابندي (Family Planning):** اڪثر عورتون خانداني منصوبابنديءَ سبب پنهنجو آپريشن ڪرائي، ٻار ڪيرائي ڇڏينديون آهن. جنهن ڪري عورت جو سجو جنمي نظام درهم برهم ٿي وڃي ٿو ۽ عورت جو وقت کان اڳ ۾ سنڍ (Sterile) Barren ٿيڻ ڪيترين جسماني توڙي ذهني بيمارين کي جنم ڏئي ٿو جن ۾ ڇاتيءَ جو ڪينسر زنانيون بيماريون، ٿولهه ۽ ذهني پريشاني (ڊپريشن) وغيره اچي وڃن ٿا.

ڪڏهن ڪڏهن ٻيجڻي ۽ ڳيرڻ جي گهڻين مهلڪ بيمارين، خاص ڪري ٻيجڻي (Ovary) ۽ ڳيرڻ جي ڪينسر جي صورت ۾ ٻيجڻي ۽ ڳيرڻ کي آپريشن ڪري ڪڍيو ويندو آهي ته ڪينسر جي صورت ۾ آپريشن دوران يا آپريشن ڪانپوءِ ڪينسر جا جيوڙا رت جي ناڙين وسيلي رت جي وهڪري ذريعي ٻيجڻين يا ڳيرڻ کان پکڙجي Metastasis بيمار عورت جي ڇاتي تائين پهچي ڪيس ڇاتيءَ جو ڪينسر ڪري وجهندا آهن.

ڇاتين جي سرطان جي ٻين سببن مان ڪجهه هي آهن:

ڪاڏي ۾ پوٽيشم جي گهٽتائي، پوٽيشم عام طور ڳڙ ۾ گهڻو ٿئي ٿو جيڪڏهن ذيابطيس نه هجي ته ڪڏهن ڪڏهن ٿوري مقدار ۾ ڳڙ جو شربت پيئڻ سان پوٽيشم حاصل ٿئي ٿي. ان کان سواءِ ڊبن ۾ پيڪ ٿيل کاڌن/ فاسٽ فوڊ وغيره يا سوڊا جهڙا ڪيميڪل گهڻو واپرائڻ به بيماريءَ جو ڪارڻ ٿين ٿا، جڏهن ته فارمي مرغيءَ جي هڏين کي ڪُرٽي کائڻ کان به پرهيز ڪجي، ڇو ته مرغين جي خوراڪ ۾ زهريلا ڪيميڪل به استعمال ٿيندا آهن. جڏهن ته گهڻي مقدار ۾ ڪافي يا چانهه جو استعمال، گهڻي تماڪ نوشي، سدائين ڳڻتين ۾ رهڻ ۽ وڏي گوشت جي گهڻي استعمال سان به ڇاتين جي سرطان جو خدشو وڌي سگهي ٿو.

**بيماريءَ جي تشخيص ۽ علامتون:** هن بيماريءَ جي سڃاڻپ لاءِ ان کي ٻن حصن ۾ ورهائجي ٿو: (1) بيماريءَ جون ظاهري علامتون، (2) الٽرا سائونڊ ۽ ليبارٽري ٽيسٽون وغيره.

**(1) بيماريءَ جون ظاهري علامتون (Clinical Symptoms):** ڇاتيءَ جي چڪاس ڪرڻ وقت ڇاتيءَ جي واڌ کي پنهنجي چئن آڱرين ۽ آڱوٺي جي وچ ۾ نرميءَ سان ائين جهلڻ گهرجي، جيئن زمين تان ڪريل بال کي کنيو ويندو آهي، پوءِ پنهنجي هٿ جي آڱرين ۽ آڱوٺي جي چوٽين کي اکيون سمجهي واڌ جي چوطرف ڦيرائجي ۽ اندازو لڳائجي ته اها واڌ ڪيئن محسوس ٿئي ٿي، ڇا ان ۾ ننڍڙين ڳوڙهين جو ڇڳو آهي؟ سخت ڳوڙهيون آهن يا نرم، جيئن ڳوهيل اٽو هجي، جي سخت ڳوڙهيون آهن ته هڪ هنڌ بيلو هوندو يا آڱرين سان ڦيرڻ تي هيڏي هوڏي ڦري ٿو. نرم ڳوڙهين، نرم گومڙ ۽ اٽي جهڙي ڳوهيل واڌ کي هروپرو ڪينسر نه سمجهجهي.




**(2) ٻنڊيون (Nipples):** ڇاتيءَ جي ڪينسر جي مريضه جي بيماريءَ ۾ ورتل ڇاتيءَ جي ٻنڊي پوئتي ڇاتيءَ ۾ اندر هلي ويندي آهي ۽ ائين محسوس ٿيندو آهي ته جڻ مريضه کي ٻنڊي آهي ئي ڪانه. هيءَ علامت ڇاتيءَ جي ڪينسر جي يقيني علامت آهي. انهيءَ هڪ ئي علامت کي ڇاتيءَ جو ڪينسر ڄاڻائي ڪينسر جو علاج ڪرائڻ گهرجي.

ٻنڊيءَ مان رت، گند، پونءِ، ڪنو پاڻيءَ ۽ ساهه ۾ تنگي به تڏهن ٿيندي آهي، جڏهن بيماريءَ هيٺ آيل ڇاتيءَ جو مرض ڪينسر جو اثر وڏي ڦهلاءُ ڪري Metastasis سيني جي تاڪي (ڪوڙي) يا سيني جي هڏن تائين پهچندو آهي. هن قسم جي واڌ کي ڪينسر (Sarcoma Growth) چئبو آهي.

(3) **سور (Pain):** شروع ۾ ڪيترين مريضائن کي ڇاتيءَ جي ڪينسر هجڻ باوجود ايترو گهڻو سور محسوس نہ ٿيندو آهي، پر جيئن جيئن بيماري وڌندي ويندي آهي تہ سور بہ وڌندو آهي، اهو ڏينهون ڏينهن وڌندو ويندو آهي. مريضہ کي ڪينسر دوران بيماريءَ ۾ ورتل ڇاتيءَ (يا ڇاتين) ۾ اهڙو سور ٿيندو آهي، ڄڻ گوشت ۾ ڪنهن سئي ٽنبي هجي.

(4) **نبض (Pulse):** هر ڪنهن قسم جي ڪينسر جي مريض جي نبض ڪمزور ڌڪ هڻندي آهي، آڱرين کي سنهي محسوس ٿيندي آهي، پر تکڙو هلندي آهي. جڏهن تہ صحتمند ماڻهو جي نبض پريور ڌڪ هڻندي آهي، آڱرين کي مضبوط لڳندي آهي ۽ هڪ ڪري سانت ۾ هلندي آهي.

(5) **ڄڀ (Tongue):** عام طرح سان صحتمند ماڻهوءَ جي زبان جو رنگ گلابي هوندو آهي ۽ زبان آلي هوندي آهي، پر ڪينسر جي مريض جي زبان مرض جي پهرئين درجي ۾ اڳيان وارو اڌ حصو ڦڪو هوندو آهي ۽ پويون اڌ حصو ميرانجهڙو اڇو هوندو آهي. جڏهن مرض اڳتي وڌي ٻئي درجي کي پهچندو آهي تہ زبان جو رنگ ڇهج ڳاڙهو ٿي ويندو آهي، پر هيءَ بيماري جڏهن گهڻي مهلڪ ٿي آخري درجي ۾ پهچندي آهي تہ ان وقت زبان جو رنگ ڊڳي جي رنگ جهڙو ڳاڙهو ٿي ويندو آهي.

ائين زبان جو ڇهج ڳاڙهو ٿي وڃڻ جو مطلب اهو آهي تہ مريض جي رت جو نظام درست ناهي ۽ رت ۾ آڪسيجن جي آميزش (ملاوت، گهٽ ٿي وئي آهي. جڏهن تہ زبان جو رنگ ڳائي گوشت جي رنگ جهڙو هجڻ جو مطلب اهو آهي تہ ڪينسر جي بيماريءَ سان گڏ مريض جو هاڻي ٻين عضون (خاص ڪري بڪين) جو فعل بہ ناڪاره ٿيندو ٿو وڃي ۽ ڪينسر جو مرض ٻين عضون ڏانهن وڌندو (پکڙبو: Metastasis) پيو وڃي، جيڪا بيماريءَ جي مهلڪ صورت هوندي آهي، ان صورت ۾ ڪنهن سُٺي ڊاڪٽر کان تپاس ڪرائي وڃي.

(6) **اکيون (Eyes):** عام طرح سان صحتمند ماڻهو جي اکين جي دوڏن جو رنگ اڇو هوندو آهي، پر ڪينسر جي مريض جي اکين جي رنگ (دوڏن جو رنگ) جي اڇاڻ جي مٿان سائي ڦڪي رنگ جا دٻڪ هوندا آهن، جنهن جو مطلب اهو آهي تہ رت ۾ زهريلو مادو ۽ البيومين شامل ٿي ويو آهي، تنهنڪري مريض جي جسم جو رت زهريلو ٿي ويو آهي.

ڊاڪٽر بيماريءَ جي تشخيص لاءِ مختلف ليبارٽري ٽيسٽون ۽ ڇاتين جي الٽراسائونڊ ذريعي پتو لڳائين ٿا.

**(ٿ) احتياط وارا اپاءَ (Preventive Measures):**

ڪينسر جي مريضہ کي هر صورت ۾ رڌ پچاءُ نہ ڪرڻ ڏجي، ڇو تہ باهہ جي تاءَ سبب مرض اڃا بہ وڌي ويندو آهي. ائين علاج ڪرائڻ کانپوءِ جڏهن مريضہ صحتمند ٿئي تہ بہ ڪيس هڪ سال تائين باهہ جي ويجهو نہ وڃڻ گهرجي، نہ تہ مرض وري ڀيهر اٿلي سگهي ٿو باهہ جي لهس تي هي مرض وڌندو ۽ وري ڀيهر موٽندو بہ آهي.

ڪينسر جي مريضہ کي اس کان بہ بچائڻ گهرجي نہ تہ هيءَ صورت ۾ هيءُ مرض تڪڙو وڌي ويندو آهي. صحتياب ٿيڻ کانپوءِ بہ هڪ سال تائين هرحال ۾ اُس تي گهمڻ نڪرجي، خاص ڪري اونهاري واري موسم جي اُس ۾ گهمڻ نڪرڻ گهرجي.

ڪينسر جي مريضہ کي گرم پاڻيءَ سان وهنجڻ نہ گهرجي سياري ۾ بہ نهن سوسڙي پاڻيءَ سان وهنجڻ گهرجي. مرض ڇڏي وڃڻ کانپوءِ بہ هڪ سال تائين احتياط ڪرڻ گهرجي.

**چاپاڪو** (ٽڏر يا شرڻو: Urticaria/ Nettle Rash): چاپاڪو چمڙيءَ جي اهڙي بيماري آهي، جيڪا دنيا جي هر خطي هر جنس ۽ ڪنهن بہ موسم ۾ ٿي سگهي ٿي هن بيماريءَ ۾ چمڙيءَ تي گلابي يا ڳاڙها نشان سوڄ واڱي اُڀري بيهندا آهن، جن کي ڏنا يا ڊٻڙ (اُڀريل نشان: Wheel) چئبو آهي. هنن چاپاڪي جي ڏنن ۾ مختلف مريضن ۾ مختلف تڪليفون ٿينديون آهن ڪن مريضن کي چاپاڪي جي ڏنن ۾ ڏنگ لڳڻ وارو سور ٿيندو آهي. ڪن ۾ ساڙو محسوس ٿيندو ۽ ڪن ۾ ڇتي خارش (Pruritis) ٿيندي آهي. چاپاڪي جي ڪري چمڙيءَ جي مٿين تهہ `Epidermis` جي مٿاڇري تي ڏنن سان گڏ سوڄ `Oedema` ٿيندي آهي، جنهنڪري چمڙيءَ جي مٿين تهہ جي تنتن ۾ سوزش (Inflammation) ٿيندي آهي.



چاپاڪي جي ڪري جيڪي ڏنا ٿيندا آهن، اُهي چمڙيءَ تي ڪجهہ منٽن لاءِ هجن يا ڪجهہ ڪلاڪن لاءِ ٿين، پر چاپاڪو ڇڏي وڃڻ کان پوءِ ان جو نالو نشان بہ ڪونہ هوندو آهي. جيڪڏهن ڪنهن مريض کي چاپاڪو هميشہ الرجيءَ کان يا ڪنهن دوا جي اُبتي اثر (Reaction) جي ڪري ٿيندڙ هجي: ڪنهن کاڌ خوراڪ ڪري ٿيندڙ هجي، يا ڪنهن روڳ کان ٿيندڙ هجي تہ اُن لاءِ ضروري ناهي تہ چاپاڪي جي هر نئين حملي جي ڪري مريض کي چمڙيءَ تي ساڳين هنڌن تي ڏنا ٿي بيهن ۽ اُهو بہ لازمي نہ آهي تہ هر ڀيري ڏنن ۾ ساڳي، نہ ئي وري ڏنن جو ساڳيو رنگ، گلابي- گلابي وچ ۾ اڇو يا ڳاڙهو هجي، چاپاڪو سدائين گرميءَ ۽ ڪنهڻ سبب وڌي ويندو آهي.

**(الف) چاپاڪي جا قسم (Types of Urticaria):**

(1) عام (عارضي) چاپاڪو (Ordinary, Common Uriticaria)
(2) دائمي چاپاڪو (Chronic Urticaria)
(3) نسن مان نڪرندڙ ڪيميائي مادي سبب ٿيندڙ چاپاڪو (Acetylocholine)
(4) تابڪاري اثر سبب ٿيندڙ چاپاڪو (Solar Urticaria).
(5) جسم تي دٻاءَ جي ڪري ٿيندڙ چاپاڪو (Pressure Urticaria)
(6) رت جي اخراج سبب ٿيندڙ چاپاڪو (Haemorrhgica/ Purpura Urticaria)

**(1) عام (عارضي) چاپاڪو (Ordinary, Common Uriticaria):** هن قسم جو چاپاڪو سيني قسمن جي چاپاڪن ۾ عام ٿئي ٿو. هن قسم جو چاپاڪو عارضي هوندو آهي، جيڪو اوچتو ۽ تڪڙو ٿيندو آهي. هن قسم جو چاپاڪو ڪجهه منٽن لاءِ هجي ٿو. جڏهن چڙهڻ تي ايندو آهي ته ايترو تيزيءَ سان لهي ويندو آهي جو چاپاڪي جو نشان به نه رهندو آهي. عارضي چاپاڪو سدائين ڪنهن دوا يا شَئِيءَ جي ابتي اثر وارن کي رنگ هٽڻ ڪاسميٽڪ پرفيوم، ڪنهن ڪاڙي جي بداثر يا زهريلي ٿيڻ، يا ڪنهن روڳ جي ڪري ٿيندو آهي. عارضي چاپاڪي جا ڏنا مختلف قسمن جا ٿيندا آهن. ڪڏهن گول دائري (چلن) وانگي Anular، ڪڏهن ور وڪڙن ۽ ڪلڙن (چلرن: Serpiginous) وانگي: چگهن وانگي يا وري پاٽيءَ ۽ رت جي گومڙن (Papular) وانگي ٿيندا آهن.

**(2) دائمي (پراڻو) چاپاڪو (Chronic Urticaria):** دائمي چاپاڪو گهڻن قسمن جو ٿيندو آهي، جيڪڏهن دائمي چاپاڪي ۾ چمڙيءَ تي تمام گهڻا ڏنا نڪرن ۽ گهڻو وقت چمڙيءَ تي بيٺا هجن ته اهڙي دائمي چاپاڪي کي Perstans Urticaria چئبو آهي، پر جيڪڏهن ڏنا ننڍڙا هجن ۽ چمڙيءَ تي هِتي هُتي نڪرن ۽ انهن ۾ تمام گهٽي ساڙ واري خارش هجي ۽ ڪنهن سان چاپاڪو اچا به وڌي وڃي ته اهڙي چاپاڪي کي Evanida Urticaria چئبو آهي ۽ جيڪڏهن دائمي چاپاڪو هنرمند ماڻهن کي ٿيندو آهي ته ان کي Fictitious Urticaria چئبو آهي. دائمي چاپاڪو (سرڻو) ٻن قسمن جو هوندو آهي، هڪ ته اهڙا ڪاڌا کائجن، يا ڪا شيءِ پيئجي، جنهن جي نتيجي ۾ سدائين ماڻهوءَ کي چاپاڪو (ڏڌر) نڪري پوي، جيئن هر ڪنهن قسم جو گوشت (خاص ڪري ڳائو ۽ ريڍو)، مڇي، بيدو، واڱڻ، ميهو، ڪدو، گوار ۽ آچار (خاص ڪري سُرڪي وارو) يا ڪو به شربت ۽ بوتل وغيره.

**ٻيو قسم (هنرمند ماڻهن جو مثال):** ڊڪڻ کي ڪنهن خاص ڪاٺ يا ڪاٺ جي ٻُوري جي ڪري: رازي کي گاري يا گاري ۾ ٻُهه ڪان، سيمينٽ ۽ چوني ڪان چاپاڪو (ڏڌر) ٿئي. ڪاتب کي مس ڪان چاپاڪو ٿئي، فيڪٽرين ۾ ڪم ڪندڙ پورهيتن کي ڪيميڪل يا دز وغيره مان ٿئي: استاد يا شاگرد کي لائبريريءَ جي پراڻن ڪتابن مان ڏوڙ، دز يا ڪپري (ننڍڙن جيتن: Mites) جي جسم تي چڙهڻ ڪري ڏڌر، سرڻو چاپاڪو ٿئي، جنهنڪري نِڇون به اچن ۽ مُنهن تي سرڻو به ٿيندو آهي. مُنهن ۾ اکيون وقتي طرح سڄي پونديون آهن ۽ انهن ۾ خارش به ٿيندي آهي.

(3) نسن مان نڪرندڙ ڪيميائي مادو (Acetylocholine) جيڪو نسن تي اثرانداز ٿئي، جنهنڪري چاپاڪو ٿئي. هن قسم جو چاپاڪو ٻنهي حالتن ۾ ٿيندو آهي. هڪ گرمي، ٻيو ٿڌ جي ڪري، پر هن قسم جو چاپاڪو عام طور تي گرميءَ ۾ ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٿڌ جي ڪري ٻڻ ٿيندو آهي. گرميءَ ۽ سرديءَ جي حالت ۾ جسم جي تنتن مان Acetylocholine ڪيميائي مادو نڪرندو آهي، تنهنڪري ڪيترن ماڻهن کي چاپاڪو ٿي پوندو آهي. گرميءَ ڪان ٿيندڙ چاپاڪي جو مثال هيئن ڏجي ٿو ته ڪو ماڻهو اُس ۾ گهميو، ڦوهاري جي هيٺان گرم پاڻيءَ سان غسل ڪيائين، يا وري ڪثرت ڪيائين ته جسم گرم ٿيڻ ڪري ماڻهو جي تنتن مان Acetylocholine ڪيميائي مادو خارج ٿيڻ تي ڪنهن به ماڻهو (جنهن کي گرميءَ ڪان الرجي ٿيندي آهي ته ان ماڻهو) کي چاپاڪو (ڏڌر) نڪري پوندو آهي، جنهنڪري چمڙيءَ تي باهه ۽ چتي خارش سان گڏ چمڙيءَ تي ڳاڙها داغ يا ريڙ لهي بيهندا آهن ۽ سرنهن جي داڻي يا مٽر جي داڻي جيڏا ڏنا نڪرندا آهن. چاپاڪي ۾ واڌو پگهر پڻ ٿيندو آهي. هن قسم جو سرڻو اسان جي ملڪ ۾ گهڻو ٿيندو آهي.

ساڳي نموني ٿڌ ڪان ٿيندڙ چاپاڪي جو مثال هيئن ڏجي ته ڪو ماڻهو ٿڌ ۾ گهميو، ٿڌي پاڻيءَ سان وهنتو يا سُئمنگ پول (Swimming Pole) ۾ گهڻي دير تائين وهنتو ۽ ان ۾ ٿڌو پاڻي هجي ته اهڙيءَ حالت ۾ جسم ٿڌو ٿيڻ ڪري ماڻهو جي بدن جي تنتن مان Acetylcholine ڪيميائي مادو خارج ٿيندو آهي ته جن ماڻهن کي ٿڌ ڪان الرجي ٿيندي آهي ته انهن کي جسم تي ڏڌر نڪري پوندو آهي، جنهن ۾ مريض جا چپ، زبان ۽ هٽ سُجي پوندا آهن. جنهن سرڻي ۾ واڌارو ٿڌي پاڻي پيئڻ، ٿڌين شين کائڻ ۽ ٿڌي پاڻيءَ سان وهنجڻ تي ٿيندو آهي. هن قسم جو سرڻو اسان جي ملڪ ۾ گهٽ، پر ٿڌن ملڪن ۾ وڌيڪ ٿيندو آهي.

**(4) تابڪاري اثر سبب ٿيندڙ چاپاڪو (Solar Urticaria):** هن قسم جو چاپاڪو تمام گهٽ ۽ ڪڏهن ڪڏهن ٿيندو آهي ۽ سدائين اهڙن ماڻهن کي ٿيندو آهي، جيڪي سج جي گرمي (اُس)، روشني، خاص طور بجليءَ جي روشنيءَ ۾ ڪم ڪندا آهن. هن قسم جي چاپاڪي ۾ مريض کي بدن ۾ چهنڊڙيون لڳنديون آهن. ڏنگ لڳڻ جهڙو سور ٿيندو آهي. چمڙي جلندي آهي ۽ خارش ٿيندي آهي. هن قسم جو چاپاڪو سج جي روشني، بجليءَ جي هٽرادو روشنيءَ ڪان الرجيءَ (Allergy) جي ڪري ٿيندو آهي ۽ ماڻهو جي جسم تي تيستائين رهندو آهي، جيستائين ماڻهو سج جي روشني، بجليءَ ۽ هٽرادو روشنيءَ ۾ بيٺو ڪم ڪندو رهندو آهي.

**(5) جسم تي دٻاءَ جي ڪري ٿيندڙ چاپاڪو (Pressure Urticaria):** هن قسم جو چاپاڪو بدن جي ڪنهن به عضوي تي دٻاءَ پوڻ ڪري ٿيندو آهي: جيئن مزدور کي سندس چيلهه يا ڪلهي تي بار کڻڻ ڪري چيلهه يا ڪُلهي تي چاپاڪو (ڏڌر) نڪري، ائين هاريءَ کي پيرين اُگهاڙو زمين ۾ لاڳيتو ڪم ڪرڻ ڪري يا پيرين اُگهاڙو گهمڻ ۽ ڪم ڪرڻ تي پيرين جي ترين ۾ چاپاڪو نڪري پوي (گهڻن ماڻهن کي چمڙي جي بوٽن ۽ اسپنج جي چپلن ڪان به سرڻو ٿيندو آهي). ڪيترن ڪاروباري ماڻهن کي هنڌڻ ۾ گهڻي ويهڻ ڪري دٻاءَ تي هنڌڻ تي چپاڪو نڪرندو آهي، جيئن دوڪاندار، درزي يا نوڪري پيشه ماڻهو لاڳيتو هڪ جاءِ تي ويهن ته سندن هنڌڻ تي دٻاءَ پوڻ ڪري هنڌڻ تي چاپاڪو نڪري پوي. هن قسم جي چاپاڪي ٿيڻ جو ڪو به خاص وقت ڪونهي. ڪنهن به وقت ٿئي. ڪيترن ماڻهن کي ته وري تيستائين لاڳيتو ان وقت تائين متاثر عضوي تي چاپاڪو هوندو آهي جيترو وقت اُن عضوي تي دٻاءُ برقرار هوندو آهي.

**(6) رت جي اخراج (رت ڳڙيءَ) وارو چاپاڪو (Haemorrhgica/Purpura Urticaria):** ڪيترين چمڙيءَ جي بيمارين روڳ جي ڪري چمڙيءَ تي ڦٽ ٿيڻ جي نتيجي ۾ ڦٽن مان تيزابي گند، ٽسو يا ڪنو (سينواريل) رت وهڻ جي ڪري، ڦٽ جي پاسن وارن يا متاثر عضوي جي لاڳاپيل حصي تي چاپاڪو ٿيندو آهي.

هي چاپاڪو ڏاڍو تڪليف ڏيندڙ هوندو آهي، جو جو ڦٽن مان وهندڙ تيزابي گند ۽ ڪني رت جي روڳ ڪري جسم تي جيڪو ڏڌر ٿيندو آهي، اُن ۾ سخت ساڙو ۽ چتي خارش ٿيندي آهي، جو چاپاڪي واري جاءِ کي ڪنهي ڪنهي مريض رت ڪڍي ڇڏيندو آهي.

**(ب) چاپاڪي ٿيڻ جا سبب (Aetiology):** چاپاڪي جي مٿين قسمن مان ٿي خبر پئجي ويندي آهي، چاپاڪي ٿيڻ جا ڪيترائي سبب ٿيندا آهن. دنيا ۾ اهڙو ڪو ورلي ماڻهو هجي، جنهن کي ڪنهن نہ ڪنهن شيءِ کان چاپاڪو نہ ٿيندو آهي، هر ماڻهوءَ کي مختلف شين مان چاپاڪو ٿيندو آهي. اُهو لازمي ناهي تہ ڪا هڪ شيءِ سڀني ماڻهن کي چاپاڪو ڪري وجهندي آهي.

چاپاڪي جو ٿيڻ هر ماڻهو جي طبيعت ۽ بيماريءَ سان وڙهڻ جي قدرتي سگهہ (Vital Force) تي دارومدار آهي. هر ماڻهو جي طبيعت پنهنجي پنهنجي آهي، ڪنهن ماڻهو کي ڪا هڪ شيءِ جسم ۾ بداثر پيدا ڪري ٿي تہ ڪنهن ماڻهو کي ڪا ٻي شيءِ بد اثر پيدا ڪري ٿي. جيئن سنڌيءَ ۾ هڪ چَوڻي مشهور آهي تہ:

'ڪنهن کي واڱڻ وائي، ڪنهن کي بصر بادي.'

هيٺ ڄاڻايل شيون چاپاڪي ٿيڻ جو سبب بڻجن ٿيون:

(1) **کاڌي جون شيون:** گوشت (خاص ڪري وڏو گوشت ڳائو ۽ ريڍو)، مڇي، گانگٽ، بيدو ۽ ڪڪڙ جي ماني وغيره.

(2) **ڀاڄيون:** واڱڻ، گوار، ميها، ڪدو، انبڙيون، بصر، آچر وغيره.

(3) **پيڻ وارين شين:** ٿڌو پاڻي، سوڊا، شربت، چانهہ، خاص ڪري ڪافي وغيره.

(4) **دوائن سان:** سئيءَ جي اُبتي اثر (Reaction) جي ڪري چاپاڪو ٿيندو آهي.

(5) زهريلن جيتن، مڇرن، ماڪوڙين، ماڪيءَ جي مک جي ڏنگ هڻڻ جي ڪري چاپاڪو نڪرندو آهي.

(6) گهڻن ماڻهن کي ٻہ طعام گڏ کائڻ ڪري بہ چاپاڪو نڪرندو آهي، جيئن مڇي ۽ گوشت گڏ کائڻ، ڪريلو ۽ کير يا ڏڌ پيئڻ سان گڏ مڇي کائڻ وغيره.

(7) **الرجي سان:** گهڻن ماڻهن کي دز، ڌوڙ، دونهين، ٻتين جي ڄاري، ڪپري (Mites)، جانورن جي پشم، وارن ۽ لڏ، ڪپڙن کان ۽ ڪپڙن جي رنگ، ايستائين جو گهر جي ٻتين جي رنگ ۽ رنگ ۾ مليل تيل جي خوشبوءِ، ڪپهہ ۽ ڪپهہ واري هنڌ ۽ وهاڻي کان الرجي ٿيندي آهي، جيڪا الرجي چاپاڪي ٿيڻ جو سبب بڻبي آهي.

(8) **پيٽ جا ڪيڙا وغيره:** گهڻن ٻارن توڙي وڏن ماڻهن کي بہ پيٽ جي ڪيڙن جي ڪري بہ چاپاڪو نڪري پوندو آهي.

(9) **بيماريون:** گهڻن ماڻهن کي ساهہ جي بيمارين، جن ۾ خاص ڪري سلهہ ۽ دم وغيره اچي وڃن ٿا، ۽ ڪيتريون چمڙيءَ جون بيماريون پڻ چاپاڪي ٿيڻ جو سبب بڻجن ٿيون.

(10) **ڪاسميٽڪ:** ڪاسميٽڪ ۾ طرح طرح جون خوشبوئون، عطر، يُو ڊِي ڪولن (Eau de Cologne)، يو ڊي ٽوائيليٽ (Eau de Toilet)، خوشبوءِ دار صابڻ ۽ پائوڊر وغيره بہ چاپاڪي جو سبب بڻجن ٿا. ميٿائل الڪوحل (Methyle Alcohol)، پرفيوم، باڊي اسپري، يوڊي ڪولن، يوڊي ٽوائلٽ، صابڻ ۽ پائوڊر ناهڻ ۾ سٺ سيڪڙو کان نوي سيڪڙو الڪوهل ڪتب ايندو آهي. جنهن جي چمڙيءَ کي لڳڻ تي بہ چاپاڪو نڪري پوندو آهي.

(11) **اسٽرائيل الڪوهل (Stearyle Alcohol):** جيڪو الڪوحل هر ڪنهن قسم جي هار سينگار جي ڪريمن ۽ ميڪ اپ جي سامان ٺاهڻ لاءِ بنيادي ڪيميائي مادو آهي. هن الڪوحل سان گڏ هڪ ٻيو ڪيميائي تيل سٽرونيلا جو تيل (Citronella Oil) پڻ ڪاسميٽڪ جي سامان جي ٺاهڻ ۾ ڪتب اچي ٿو جيئن ڪريمون، وائيزلين، فيسل ۽ ماسڪ وغيره. هار سينگار ۽ ميڪ اپ جي سامان ۾ مليل الڪوهل ۽ تيل، چمڙيءَ کي لڳندا آهن تہ چاپاڪو ڪري وجهندا آهن.

(12) **جسم جا وار:** اڄڪلهہ خوبصورت ٿيڻ لاءِ عورتون پنهنجي جسم، منهن ۽ پرن جا وار مختلف طريقن سان پاڙان پٽينديون آهن، جن ۾ ڌاڳي (Threading)، نچڪٽي جو استعمال (Tweezers) ۽ طرحين طرحين جون جديد مشينون استعمال ٿينديون آهن، جن سان ڪيترين ئي عورتن کي چاپاڪو ٿي پوندو آهي.

(13) **وارن جو رنگ:** گهڻن ماڻهن کي وارن جو رنگ (Hair Colour) چمڙيءَ تي چاپاڪو ڪري وجهندو آهي.

**(ب) چاپاڪي جون علامتون (Clinical Symptoms):** چاپاڪي جي بيماري ڪا خاص منجهائيندڙ ڪانهي. چمڙيءَ جي هن بيماريءَ جون علامتون سڃاڻپ ۾ آسان هونديون آهن. هن بيماريءَ جي بنيادي علامت چمڙيءَ تي ننڍا توڙي وڏا ڏنا (اُڀريل ڦوڙهيون: Wheals) نڪرندا آهن، جيڪي ڏنا اوچتا نڪرندا آهن. اُهي ڏنا گهڻن قسمن جا نڪرندا آهن. ڪڏهن سوڄ وارا ڪڏهن گول چلن وانگر، تہ ڪڏهن ڪلرن (چلرن) وانگي: يا چمڙيءَ ۾ ڇَڳهن وانگي هوندا آهن. ڪڏهن سخت يا نرم يا وري پاڻيءَ جي گومڙن وانگي ۽ ڪڏهن ڪڏهن رتاوان بہ نڪرندا آهن. چاپاڪن جي ڏنن جا رنگ بہ ڪي خاص منجهائيندڙ نہ هوندا آهن، پر تمام مختصر رنگ هوندا آهن. هنن جو رنگ گلابي يا ڳاڙهو هوندو آهي، جيڪڏهن جسم تي گهڻي دير تائين قائم رهن تہ ڪڏهن وري گلابي رنگ جي وچ ۾ اڇو داغ ڪري لهي وڃن. چاپاڪي جا ڏنا گهڻو ڪري سرنهن جي داڻي يا مٽر جي داڻي جيڏا نڪرندا آهن، پر هنڌن تي جيڪي ڏنا نڪرندا آهن، اُهي رڀڙن جي شڪل ۾ وڏا هوندا آهن.

چاپاڪي جا ڏنا ڪهڙي بہ قسم جا هجن، ڪهڙي بہ رنگ جا هجن ۽ ڪيتري بہ سائيز جا هجن، تن ۾ ٿورو يا گهڻو جلن/ ساڙو هوندو آهي، ڪن ڏنن ۾ ڏنگ لڳڻ وارو سور ۽ چيڪو بہ محسوس ٿيندو آهي تہ ڪن ۾ هلڪي خارش هوندي آهي تہ ڪن ڏنن ۾ چتي خارش هوندي آهي، تنهن کان سواءِ ڪيترن مريضن کي چاپاڪي دوران هلڪو بخار ٿيندو آهي، ڪن کي مٿي ۾ سور ٿيندو آهي، نستائي ٿيندي آهي، ساهہ ۾ تنگي ٿيندي آهي؛ ڇاتيءَ تي وزن پوندو آهي، بک مري ويندي آهي.

جڏهن چاپاڪو ڇڏي ويندو آهي ۽ ڏنا لهڻ تي ايندا تہ ايترو تڪڙو لهي ويندا آهن، جو ڏنن جو چمڙيءَ تي نالو نشان بہ نظر ناهي ايندو. جيڪا بہ بيماريءَ جي خاص علامتن مان هڪ نشاني آهي.

**چاپاڪو ديسي** (Sindh or Syke's Nightjar/ *Caprimulgus mahrattensis*): چاپاڪو پکي، پکين جي اهڙي قبيلي سان تعلق رکي ٿو جيڪي عام پکين، خاص طور جهرڪين ۽ ٻين ٻوليون ٻوليندڙ پکين، وانگر ڪنهن ٽاريءَ يا تار وغيره تي ويهي نہ سگهندا آهن.



چاپاڪو ديسي

هي ايشيائي چاپاڪي کان ڪي قدر وڏو ۽ يوريشيائي چاپاڪي جيترو قدبت رکي ٿو. هيءَ پکي بت ۾ 2.3 سينٽي ميٽر هوندو آهي. سندس پرن جي پکيڙ 15.7 سينٽي ميٽرن کان 17.3 سينٽي ميٽر ۽ پچ جي ڊيگهہ 10.5 سينٽي ميٽرن کان 10.4 سينٽي ميٽرن تائين ٿئي ٿي. هونئن يوريشيائي چاپاڪي جهڙو ئي نظر ايندو آهي، پر هن جو آواز مختلف آهي. سندس رنگ پيلاڻ مائل سرمائي هوندو آهي. مٿي تي ڪارا پٽا اٿس. هن جون ٽنگون بنا ڪنين جي، ڳاڙهسريون ناسي ٿين ٿيون. نَر جي پرن تي مٿان کان هيٺ پهرين ٽن پرن ۾ اڇا دڙڳ ٿين. ساڳيا اڇا دڙڳ يا چٽا مادي تي بہ ٿين ٿا، پر اهي ايترا صاف نہ هوندا آهن. اهي دڙڳ گهٽو ڪري ڀوري يا پيلي رنگ جا ٿين ٿا. نڙي سڄيءَ تي ڪارا ڪارا چٽا ٿيندا اٿس. سنڌ ۾ هيءَ پکي سياري جو وڌيڪ نظر ايندو آهي. رات جو روڊن رستن جي پاسن توڙي وچ تي ويٺل، ڪنهن ماڻهوءَ جي اچڻ تي اوچتو ڦڙڪو ڪائي اڏرڻ ۽ ڪن حالتن ۾ گاڏين سان ٽڪرائڻ سبب مريو بہ پوي. هي پکي سنڌ ۾ خاص ڪري ٿرِ ۾ ٿئي ٿو ان کان سواءِ بلوچستان جي سبي علائقي ۾ بہ ڏٺو ويندو آهي. لسٻيلي جي ٽاڪرو علائقي ۾ جام ٿئي ٿو

هي پکي ڏينهن جو اکيون بند رکندو آهي، تنهنڪري ڏينهن جو پنهنجو آکيرو ڪونہ ڇڏي، جو خبردار هوندو آهي. هن جو گذران گهڻو ڪري رات جي اڏامندڙ جيتن تي هوندو آهي. هي زمين جي مٿاڇري کان گهڻو مٿي ڪونہ اڏامي، اتي ئي ڀيو ڦرندو ۽ ٻولاٽيون ڪائيندو آهي.

هن جي لڳ جي مند اپريل مهيني جي وچ عرصي واري موسم هوندي آهي. هيءَ وڻ تي آکيرو ڪونہ ٺاهي، بلڪ واريءَ جي دڙن کي کوٽي، اتي آنا لاهي. مادي 17 کان 18 ڏينهن آرو ڪري. سندس ٻچا سرمائي يا ڪاري رنگ جا ٿيندا آهن. سندن آواز 'چڪ چڪ' جهڙو هوندو آهي. هن جي نر توڙي ماديءَ جو آواز ڏيڏر جي ڏاک جهڙو ٿيندو آهي.

هيءَ رات جو اڏامندڙ پکي آهي، جنهن جا پر ۽ پچ ڊگها ۽ وات تمام ويڪرو هوندو آهي. شايد انڪري ئي اڏام دوران جيت سولائيءَ سان جهٽي کائيندو آهي. ديسي چاپاڪو ڀٽريلي سرمائي رنگ جو ٿئي ٿو

**چاپاڪو يوريشيائي** (Eurasian Nightjar/ *Caprimulgus europaeus*): هيءَ پکي سڄي يوريشيا، چين ۽ آفريڪا ۾ ملي ٿو هن جي پرن جي پکيڙ 57 سينٽي ميٽرن کان 64 سينٽي ميٽرن تائين هوندي آهي. جڏهن تہ پچ 12.5 کان 14.4 سينٽي ميٽرن تائين هوندو اٿس. هن جي بت جي ڊيگهہ 28 سينٽي ميٽر ٿئي ٿي. رنگ سرمائي ناسي ٿئي ٿو اک جي مٿان هلڪو اڇو پٽو ۽ ڇاتيءَ تي سرمائي ڪاريون ليڪون ٿينديون آهن. پرن جي انهيءَ پکيڙ سبب ديسي چاپاڪي کان ڪجهہ مٺيرو ۽ اڏامڻ ۾ تيز هوندو آهي. هي پکي سنڌ جي ٿر واري علائقي ۽ ڪراچيءَ جي ساحلي علائقي ۾ ڏٺو ويو آهي. سندس ڇنگهون گهٽيون ڪمزور هونديون آهن، جيڪي اڏامڻ مهل پوئين پاسي ڪري جسم کي اڏامڻ مهل متوازن بہ رکندو آهي. ديسي چاپاڪي کان رنگ ۾ مختلف ٿئي ٿو هن جو رنگ پيلو سرمائي ٿئي. نَر کي اڇا چٽا ٿين ٿا. ماديءَ ۾ چٽا اڇن جي بجاءِ پيلي رنگ ڏانهن مائل هوندا آهن. هي پکي چترال ۽ گلگت واري پاسي گهڻو ڏٺو ويجي ٿو سنڌ ۾ هي پکي ڪيرٿر جبل سان، خاص طور تي لڪيءَ وارن جبلن ۾ ڏٺو ويو آهي.



چاپاڪو يورشيائي

هن جو گذرسفر جيتن جٽين تي آهي. ڏينهن جو ٻوڙن ۽ وڻن جي اجهي ۾ رهي ٿو رات جو شڪار لاءِ نڪري ٿو سندس اڏام ٻن ميٽرن کان 300 ميٽرن تائين ٿئي ٿي. ان کان وڌيڪ اڏامي ڪونہ سگهندو آهي. هن کي مرگلا جي لاهاندين، باراڻ ڊئم لڳ بنون، خيبرپختونخواه خضر گنجي پارڪ لڳ ڪوئٽا ۾ بہ ڏٺو ويو آهي.

هي پکي سنڌ ۾ قبرستانن، ڪورنگي ڪري ۽ رهڙي ڳوٺ ۾ واريءَ تي آنا لاهيندي ڏٺو ويو آهي. ان کان سواءِ مئي، جون جا مهينا هن جي لڳ جا مهينا آهن ۽ جولاءِ ۾ آنا لاهيندو آهي ۽ آگسٽ ۾ آنا ڦوڙيندو آهي. هيءَ 2 کان 3 آنا ڏيئي ٿو آنن تي مادي آرو ڪندي آهي، جيڪو 17، 18 ڏينهن تائين هلندو آهي. سج لٿي مهل هن پکيءَ جو آواز 'چوئي! چوئي!' ٻڌبو آهي.



**چاپِرو**: ککن پنن سان جوڙيل اجهي کي چاپرو چوندا آهن. چئن ڪنڊن تي ڪاٺيون کوڙي ان جي مٿان ڍڪ ڏئي، ڏکن مٿان کک ڪانا يا سَرَ رکي وقتي اجهو ٺاهيو ويندو آهي، اهڙي اجهي کي 'چاپِرو' چوندا آهن.

**چاپُرو ٻير**: چاپُرو يعني جابلو ٻير. ڪوهستان ۾ جبل کي عام طرح ڇپر چوندا آهن. جيئن شاهہ لطيف چيو آهي:

'ڇپر ڪين ڏئي، سوڪڙيون سُتن کي.'

جابلو ٻيرين ۾ جيڪي ٻير ٿين، تن کي ’چاپُرو ٻير‘ چوندا آهن. هي ٻيرين جا وڻ، ننڍين ٻوٽن جي شڪل ۾ هوندا آهن. سياري جي مند ۾ انهن ٻير جي ٻوٽن ۾ ننڍڙا ننڍڙا ڳاڙها ٻير ٿيندا آهن. هي ٻيرين جا ٻوٽا وڏ ۾ وڏ



گوڏي جيڏا ٿين ٿا. سڄو ٻوٽو ڳاڙهن ٻيرن سان ٽمٽار هوندو آهي. اهي ’چاپرو ٻير‘ کائڻ ۾ ڏاڍا لذيذ هوندا آهن. هنن ٻيرن کي ’جاگرو ٻير‘ به چوندا آهن. هنن ٻير جي وڻن ۾ ڪپڙو ڦاٿو ته ڇڏائڻ مشڪل ٿي پوندو آهي. فرهنگ جعفري موجب چاپرو ٻير ڳاڙهي رنگ جا ٿيندا آهن. جيڪي دل کي خوش ڪندڙ، معدي ۽ جگر کي طاقت ڏيندڙ آهن.

- هندن جي هڪ عبادت کي پڻ چاپُرو چيو وڃي ٿو. اُهي هندو ڪراچيءَ کان لس ٻيلي ۽ ملير کان ٺاٺي بولا خان تائين رهندڙ آهن.

**چاپڙ (اوزار)**: هي فولاد يا رڪ جو اوزار ٿيندو آهي، جيڪو هر شيءِ جي کانچي ڪڍڻ ۾ ڪم ايندو آهي. هي رنبي جو هڪ قسم آهي، جنهن سان ڪاٺ جي ننڍي چورسي يا مستطيل ٽڪر تي نقش ڪڍيا آهن ۽ ڇاپا ٺاهي، ڇُر جو ڪم ڪبو آهي. هنن چاپن سان اجرڪ ۽ ڪپڙي جون ٻيون شيون ڇُربيون آهن.

**چاچڙي**: تعلقي ميرو خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ چاچڙي ۽ محمد بخش بروهي ڳوٺ شامل آهن.

**چا چيس آئيني** (ڪتاب): هي سنڌ جي نامور شاعر مرحوم آثر ناٿن شاهيءَ جي چونڊ شاعريءَ جو مجموعو آهي. ڪتاب ۾ ’مان چا چوان...‘ عنوان سان آثر ناٿن شاهيءَ جا ويچار ڏنل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ نوجوان شاعر اسحاق سميجي لکيو آهي. ڪتاب ۾ آثر ناٿن شاهيءَ جا غزل، وايون، گيت ۽ نظم شامل آهن. ڪتاب جي ٽائيٽل تي ڊاڪٽر حميد سومري ۽ منٺار سولنگيءَ جا ويچار ڏنل آهن. ڊيمي سائيز جي 128 صفحن تي مشتمل هيءُ شعري مجموعو 2006ع ۾ رم جهم پبليڪيشن، دادو ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 120 روپيا آهي.




**چاچرو**[1]: تعلقي ساماري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اسلامپور، هارون الهه اوڀايو راڄڙ، صحبت خان، ظفر انور اڪبر، عارب پلي، محمد علي فارم، عبدالرحمٰن شاهه قادياني، غلام حسين پلي، ياڳ جان پنجابي، موج علي شاهه، مطلب شاهه، غلام حيدر شاهه ۽ طالب حسين ڪوسو

**چاچرو**[2]: ضلعي ٿرپارڪر، تعلقي چاچري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

رتن جي ڏاٿي، عارب جي ڏاٿي، علڻ آباد، ڪِيتار، ڪاڳيا، لپلو پارمل جي ڏاٿي، پاڏاسنڌا، پوتيس تماچي جي ويري، سوڪرو، مٺارو ۽ قوبل جو ترُ.

**چاچرو**[3]: چاچرو، ٿرپارڪر ضلعي جو مشهور شهر ۽ تعلقي چاچري جو هيڊڪوارٽر آهي. هي تعلقو نه رڳو ٿر پر پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو تعلقو آهي. چاچرو 25° 6' 0" ڊگريون اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 70° 18' 0 ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. هن شهر ۾ 1781ع ۾ مدد خان پٺاڻ وڏي ڦرلٽ ڪئي هئي، جڏهن ته 1965ع ۽ 1971ع جي لڙاين ۾ به هن پريي پکليي شهر کي ڪافي نقصان پهتو هو هتي مهيشوري، برهمڻ، سوٺهڙ، کتي، مينگهواڙ، ڳرڙا، بجير، کنيار، سنگراسي، جنجهي، راهمان ۽ ٻيون ذاتيون رهن ٿيون. هي واپار جو سٺو مرڪز آهي. چاچرو تعلقو 7249 چورس ڪلوميٽرن تي مشتمل آهي.



چاچري تعلقي جو نقشو

چاچرو روڊ رستي عمرڪوٽ، مٺي، ڇيلهار، اسلام ڪوٽ ۽ ڪانٽيي سان مليل آهي. هن تعلقي جا ڪٽا ۽ لويون مشهور آهن. هن شهر ۾ بجلي، واٽر سپلاءِ، ٽيليفون، اسڪول، گرلس هاءِ اسڪول، مختيارڪار آفيس، اسپتال، مسافرخانو ۽ ٻيون سهوليتون آهن. شهر جي رهاڪن ۾ ملازمت پيشه ۽ پڙهيل لکيل ماڻهن جي اڪثريت آهي. پاڪستان جو سڀ کان وڏو ڪوئلي جو ذخيرو ٿرپارڪر ضلعي جي تعلقي ننگرپارڪر ۽ چاچري تعلقي جي حدن ۾ مليو آهي، ان ڪري مستقبل ۾ هن شهر جي ترقيءَ جا امڪان روشن آهن.

**چاچري (پکي)**: هن گروهه ۾ اهي پکي اچي وڃن ٿا، جيڪي پنهنجي کاڌ خوراڪ ۽ ٻين ضرورتن جي پورائي لاءِ پاڻيءَ تي مدار رکن ٿا. اهڙا پکي گپ چڪ ۽ ننڍي پاڻيءَ مان چهنب ذريعي چوڳ حاصل ڪندا آهن. پکين جي هن گروهه جون چهنبون ۽ ٽنگهون ڊگهيون ٿينديون آهن. جيڪي پکين جي ضروري ڪم ڪار ڪرڻ ۾ معاون ٿين ٿيون.



**ڏيهي ڇاڇري پکي:** 'سرمائي سانهه' (Grey Heron)، 'ڏنار ٻگهه' (Cattle Egret)، 'ڪنگ ٻگهو' (Egret)، 'ٻگهه سانهه' (White Heron)، 'ڪانيرو' (Glossy Ibis)، 'واڱڻائي سانهه' (Purple Heron)، 'ڍنڍن واري سانهه' (Paddy/ Pond Heron)، 'ڪهنگ' (Purple Moorhen / Swamp Hen)، 'جهنگ ڪُڪڙ / ڊبڊبو' (Kora/ Water Cock)، 'ٻلي پکي / بيضوڪا' (Pheasan/ Bailed Jacane)، 'ٽيٽيهر' (Red Watted Lapwing)، 'ڪوڪڙان' (Night Heron)، 'ڏوئڙ' (Spoon Bill)، 'ٽور دل' (Sun Bittern)، 'ننڍڙي باراهي' (Little Bittern)، 'ڪارو ٻگهو' (Black Egret)، 'وڏي ٽٻڪي/ ڪنگري' ( White Breasted King Fisher)، 'ننڍي ٽٻڪي/ لوٽڙي' (Threetoed King Fisher)، 'چتوڙ ٽٻڪي/ ڪاري اڇي ٽٻڪي' (Pied King Fisher)، 'ٽيٽو' (Black Wing Stit).

**پرڏيهي ڇاڇري پکي (Migratory Waders):** 'ڪلنگي واري ٽيٽيهر' (Crested Lapwing)، 'سائبيريائي ڪونج' (Siberian Crane)، 'ڪونج' (Crane)، 'ڍينگ' (Stork)، 'ميهرپکي' (Rail)، 'لاڏوائي ٽيٽو' (Avocet)، 'بوٽينڊو' (Curlew).

**ڇاڇي:** هي هڪ ذات آهي. هن ذات وارا اصل ۾ پختونخوا صوبي جي اٽڪ واري علائقي ۾ آباد آهن. هيءَ قبيلو گهوڙن جي سازن ۽ سامان ٺاهڻ ڪري مشهور آهي. ڇاڇي ذات وارا سرائيڪي ۽ هندڪو ٻوليون ڳالهائين ٿا.

سنڌ ۾ به ملاحن ۽ مهاڻن ۾ 'ڇاڇي' ذات وارا آهن. ڪتاب شاهان گوجر (ص) 171 ۾ لکيل آهي ته ڪڇي، ڪيڇي ۽ ڇاڇي، گوجر قبيلي جي پاڙن جا نالا آهن. اهي ٽئي ذاتيون هن وقت به سنڌ ۾ به موجود آهن.

**ڇاڏوهڙ:** اُها ڏاچي، جنهن کي پنهنجو ڪچو ڦر ڇڏائي ٻئي ڦر تي لاتو ويو هجي ته ان کي ڇاڏوهڙ چئبو آهي. ان ڪان علاوه ٿر ۾ بدچال، بي لڄڻي ۽ بي افعالي عورت کي به ڇاڏوهڙ چوندا آهن.

**ڇارُ:** ضلعي مٽياريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

طاهر هنگورو، سيدن جو ڳوٺ، محمد ابڙو، هاشم ساند ۽ هاشم هنگورو.

**ڇاري:** هيءَ چوپائي مال ۾ جي هڪ بيماري آهي، هن بيماري لاحق ٿيڻ سان مال جا پير ۽ کُر پچي پوندا آهن. عام طرح هن بيماريءَ کي 'سمهڙو' چوندا آهن.

- سمنڊ جي ڪاريءَ کي به 'ڇاري' چوندا آهن. پر اهڙي ڊوري جو پيٽ سَڪل ۽ سائي گاهه وارو هوندو آهي ۽ ان ۾ چوپايو مال چرندو آهي:

صبح ساريون، ڇپر ڇاريون،
وڃن واريون، جهنگن ڦرن جال ميان.

(احمد شاهه)

**ڇاريجا** (ذات): ڇاريجا ذات وارن کي باريچا به چيو وڃي ٿو هن ذات جا ماڻهو لَسٻيلي ۽ ڪوهستان ۾ رهن ٿا. ايس صادق علي ذاتين بابت پنهنجي ڪتاب ۾ ڄاڻايو آهي ته "ڇاريجا، ملاح ۽ مهاڻا آهن".

**ڇاري ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ بلڙي شاهه ڪريم تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ واقع آهي. هن ڍنڍ کي ميران شاخ مان پاڻي ملي ٿو ۽ ميران شاخ ڪوٽڙي بئراج جي پنجاري واهه مان نڪري ٿي. هيءَ ڍنڍ علائقي ۾ موجود هڪ ٻيءَ وڏيءَ ڍنڍ اَڇ ڪان ايراضيءَ ۾ وڏي ۽ پکڙيل آهي. هيءَ ڍنڍ ٻڌڪا ٽڪرن پرسان سنڌوءَ جي ڪابي ڪپ تي موجود تاريخي ڳوٺ جمارين ۽ ملاڪاتيار جي وچ ۾ آهي. هن ڍنڍ تي سياري ۾ پکي اچي لهندا آهن هن ڍنڍ ۾ پاڪستان جو اڳوڻو صدر ايوب خان، سعودي عرب ۽ گڏيل عرب امارات جا حڪمران شڪار ڪري چڪا آهن. هيءَ ڍنڍ اڇ ڍنڍ جي سامهون روڊ جي ڪابي طرف آهي. هن ڍنڍ ۾ 12 ئي مهينا پاڻي رهي ٿو هن جي اوڀر ۾ ڪوڪر ڳوٺ، اولهه ۾ ٻڌڪا ٽڪر جماري، جهرڪ ۽ سنڌو درياهه آهن ۽ اتر ۾ ملاڪاتيار آهي. هيءَ ڍنڍ هڪ وڏي ۽ وسيع چر آهي، جيڪا حد نظر تائين ڦهلجي وڃي ٿي. هن تي سياري ۾ هزارن جي تعداد ۾ پرڏيهي پکي اچن ٿا. ڇاري ڍنڍ ۾ مڇي گهٽ ۽ پکي گهڻو ٿيندو آهي.

**ڇاري مک** (Breeze Fly/Breese Fly): هيءَ رت چوسيندڙ مک آهي جنهن جي وڏي ڳوڙهي، ڍڍر جي سطح تي ٽڪور نشان ٿين ٿا. هن مک جي پرن جي وچ تي ڳاڙهو پٽو ٿئي ٿو ۽ پيو ڳاڙهو پٽو پيشانيءَ جي چوٽيءَ تي ٿيندو آهي. هيءَ مک گهوڙن لاءِ آزار آهي. هيءَ ڏنگيندڙ مکين (Gad Flies) ۽ ٻگهين (Clegs) سان مشابهت رکي ٿي. اڏامڻ وقت تيز ٽڪار ڪري جانورن جي بت تي ويهي انهن کي چڪ پائي انهن جو رت پيئندي آهي.



**ڇاڙ:** هيءَ هڪ رسم آهي، جيڪا ڪنهن شخص جي مرتيي تي ادا ڪئي ويندي آهي. هن رسم مطابق وفات ڪري ويندڙ مرد يا عورت جي لاش تي ڪپڙو اوڍيو ويندو آهي. هيءَ سنڌ جي قديم رسم آهي. راڄ ۾ ڪو شخص فوت ٿي وڃڻ تي مٽ مائٽ اوڙي پاڙي ۽ واسطي، تعلق وارا گڏ ٿيندا آهن ۽ فوتيءَ کي ٽڙ ڏيارڻ کانپوءِ فوتي مٿان جيڪڏهن مرد هوندو آهي ته اجرڪ، لنگي يا نئون هرک جو ڪپڙو ۽ جيڪڏهن عورت هوندي ته مٿس پوتيون، چادرون يا شالون وجهندا آهن. ڇاڙ جي رسم سان دراصل فوتي جي وارثن جي مالي مدد ڪرڻ وارو جذبو ڪار فرما هوندو آهي. لاڙ ۾ هن رسم کي 'شام' به چوندا آهن. ڇاڙ جي ريت مختلف خاندانن ۽ ذاتين ۾ مختلف نموني ادا ڪئي ويندي آهي. سنڌ ۾ ڪن هنڌن تي هن رسم مطابق روڪ پئسن وغيره ڏيڻ جو به رواج آهي. جڏهن ته ڪٿي اناج (جنس) وغيره به ڏنو وڃي ٿو ۽ ڪن هنڌن تي ڇاڙ نه ورتي ويندي آهي. هن رسم واري مليل رقم توڙي ڪپڙا وغيره حاجتمند ماڻهن ۾ ورهائي ڇڏبا آهن. ڇاڙ رسم ۾ مليل جنس سان خيراتون ڪيون ويندون آهن.

**ڇاڙ:** ڪڇ ۽ سنڌ جي وچ ۾ رڻ وارو علائقو جيڪو گهڻو ٿڌو ٻيٽ جي صورت ۾ آهي، تنهنڪري اهو 'ڇاڙ ٻيٽ' سڏجي ٿو. 1970ع واري پاڪ - ڀارت جنگ ۾ هن ٻيٽن (ڇاڙي ڪانجي) کي اخبارن ۽ سرڪاري ميڊيا جي ادارن غلط اچارن سان (ڇڏي ٻيٽ ۽ ڪنجر ڪوٽ) جي نالن سان سڏيو. جن جو درست اچار 'ڇاڙ ٻيٽ' ۽ 'ڪانجي ڪوٽ' آهي.

**چا سنڌين لاءِ ملڪي سياست حرام آهي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مشهور سياسي اڳواڻ ۽ دانشور رسول بخش پليجي جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي قومي سياست ۽ پارلياماني سياست جي تقابلي بحث سان گڏ رسول بخش پليجي پنهنجو سياسي تجزيو پيش ڪيو آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي پبلشنگ، ايجنسي پاران 1980ع واري ڍاڪي ۾ شايع ڪيو ويو. ڪرائون سائيز ۾ ڪچي جلد سان هن ڪتاب ۾ ڪل 69 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 5 روپيا ڄاڻايل آهي.




**چاڳُر**: چاڳر ٻڪريءَ جي کل مان ٺهيل سانداري هوندي آهي، جيڪا سفر ۾ پاڻي کڻڻ يا درياهه ۾ ترڻ لاءِ سيٺاهه طور ڪم آندي ويجي ٿي. چاڳر نهايت ئي نرم ٿيندي آهي. چاڳر ذريعي عام طور رستن ۽ روڊن تي پاڻيءَ جي ڇنڪار ۽ ڪئي ويندي آهي. چاڳري ننڍي پکال وانگر هوندي آهي، جنهن کي ڪلهي ۾ کڻي هلبو آهي.



**چاڳا** (ذات): هيءَ هڪ ذات آهي، هن ذات وارا اصل ۾ ملاح مهاڻا آهن. هنن جي نسب وارا اڪثر شهدادپور ۾ آباد آهن. حاجي قادر بخش چاڳو سندن چڱو مڙس آهي.

**چا لکان** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب ناليواري ليکڪ ۽ ڊراما نگار عبدالقادر جوڻيجي جي مضمونن جو مجموعو آهي. هي ڪتاب ٻن حصن تي مشتمل آهي. پهرئين حصي ۾ طنز و مزاح سان گڏ اقتصاديات، سماج ۽ ثقافت جي موضوعن تي هيٺين عنوانن وارا مضمون شامل آهن: 'گڏهه'، 'ڪتا'، 'اقتصادي مامرو'، 'ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون'، عورت جي اقتصادي آزادي، بين الاقوامي سازش، ڪرڪيٽ، جواري ۽ ميڊيا، ورهين جا وڇوڙا، جهنگ جي دنيا ۽ زلزلو، اسڪرين يورپ ۽ ڪتاب، پڙهي ته ڏسو ۽ چا لکان. ڪتاب جي ٻئي حصي ۾: 'جارج مائيڪس'، 'خوشونت سنگهه'، 'جيڪ ڪيرويڪ'، 'ارون ڌتي راءِ' ۽ 'اميتا وگهوش' جي مضمونن ۽ انٽرويوئن جا ترجما آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ليکڪ پاڻ لکيو آهي. پڪي جلد سان، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪل 312 صفحا آهن. هن ڪتاب کي روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري، سال 2007ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. جنهن جي قيمت 180 روپيا آهي.




**چالي** (ملي: Mumps): هيءَ هڪ قسم جي بيماري آهي، جنهن ۾ جسم اندر غدود پيدا ٿيندا آهن. هن بيماريءَ کي چالي سميت مَلِي، ڳراڙهو، ڳِهٽ سڄڻ به چوندا آهن. هن بيماريءَ سبب پِڪَ پيدا ڪندڙ غدودن (Salivery Glands) ۾ جڏهن سور ۽ سوڄ ٿيندي آهي اُهي سخت ٿي سُڄي پوندا آهن. انهن غدودن ۾ جيڪو روڳ (Infection) ٿيندو آهي، ته ان کي چالي، ملي يا ڳراڙهي Mumps جي بيماري (Parotitis) چئبو آهي. پيروٽائيڊ غدود Parotid Gland يا پِڪ پيدا ڪندڙ غدود Salivery Gland هڪ ئي غدود جا ٻه نالا آهن. هي غدود ڪنن جي هيٺان ڄاڙيءَ جي پاڙ ۾ ٿيندا آهن. چاليءَ جي ڪري جڏهن انهن غدودن ۾ سوڄ ٿي پوندي آهي ته وات کولڻ سان سُور ٿيندو آهي. چاليءَ جو روڳ ورلي ڪو



هڪ ئي وقت ڳِچيءَ جي ٻنهي پاسن وارن پِڪَ پيدا ڪندڙ غدودن ۾ ٿيندو آهي. عام حالت ۾ ڳچيءَ جي ڪنهن به هڪ پاسي واري غدود ۾ هي روڳ ٿي سگهي ٿو. هيءَ بيماري گهڻو ڪري ٻارن ۾ ٿئي ٿي. ٿج پياڪ ٻار هن بيماريءَ ۾ گهڻو متاثر ٿين ٿا. هيءَ وچڙندڙ بيماري آهي. اڪثر ڪاڏي پيتي جي ٿانون جي گڏيل استعمال سان پکڙي ٿي. هيءَ بيماري گهڻو ڪري سياري ۽ بهار جي موسم ۾ ٿيندي آهي. هيءَ بيماري هميشه اونهاري ۾ ارڙيءَ کان پوءِ ٿيندي آهي.

**بيماري ٿيڻ جا سبب** (Etiology): هن بيماريءَ جي ٿيڻ جو سبب هڪ خاص قسم جو وائرس آهي، جيڪو ٻار جي تنتي سرشتي تي حملو ڪري پِڪَ پيدا ڪندڙ غدودن ۾ داخل ٿي روڳ پيدا ڪري وجهندو آهي، جنهن روڳ کي 'مَلِي' يا 'چالي' چئبو آهي. هيءَ وائرس صحتمند ٻار ڏي بيمار ٻار جي گگ ۽ پِڪ مان ساهه کڻڻ جي دوران، اوبر وارو پاڻي پيئڻ، ماني کائڻ، مريض سان گڏ ويهڻ ذريعي ڦهلجندو آهي.

**بيماريءَ جي اوسر/ نسرڻ** (Incubation Period): جڏهن مليءَ جو وائرس ٻار جي تنتي سرشتي ۾ داخل ٿي، پيروٽائيڊ غدود (Parotid Gland)، يا پِڪَ پيدا ڪندڙ غدود (Salivery Gland) ۾ پهچي ٿو ته هتي 14 کان 28 ڏينهن اندر هيءَ روڳ انفيڪشن ڪري وجهي ٿو. بيماري ظاهر ٿيڻ کانپوءِ چئن کان ائن ڏينهن تائين هيءَ بيماري مريض ۾ رهي ٿي. انهن چئن ڏينهن کان ائن ڏينهن اندر بيمار ٻار کان مليءَ جو وائرس صحتمند ٻار تائين پهچي سگهي ٿو، ڇو ته بيماري ظاهر ٿيڻ جي چئن ڏينهن کان پوءِ بيماريءَ جو زور ٽُٽي ويندو آهي ۽ ٻار پاڻ کي صحتمند سمجهي، گهمڻ ڦرڻ شروع ڪندو آهي.

اهڙيءَ طرح بيمار ٻار کان صحتمند ٻار ڏي هن بيماريءَ جو وائرس پهچي سگهي ٿو.

**بيماريءَ جون علامتون (Clinical Systoms):** (1) هن بيماريءَ جي پهرئين ۽ مضبوط علامت هيءَ آهي ته ڪَنَ جي هيٺان جاڙيءَ جي چوڏاري سور سان گڏ، بيماريءَ ۾ ورتل پاسي ڳچيءَ ۾ سختي ۽ ڪاڙهي وارو سور هوندو آهي. (2) ٻار ماني کائڻ لاءِ جڏهن وات کوليندو ته کيس ڏاڍي تڪليف ٿيندي آهي. (3) عام طرح هڪ ئي پاسي جو پيروٽڊ غدود ٻه سُجندو آهي؛ پر جيڪڏهن بيماريءَ زور ورتو ته پوءِ ٻئي پاسي وارو غدود به سجندو آهي، پر هڪ وقت ٻئي غدود نه سُجندا آهن. (4) سور جي ڪري ٻار کي هلڪو بخار، سياٽو ۽ نڙيءَ ۾ سور به هوندو آهي. (5) بخار سان گڏ ٻار کي رات جو ننڊ نه ايندي آهي، بيچيني ۽ لُڇ پڇ گهڻي هوندي اٿس. (6) ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ سوڄ واري جاءِ ڪُرندي آهي؛ جنهن ۾ سور ٿيندو آهي. (7) ڇهن پنجن ڏينهن کان پوءِ سوڄ آهستي آهستي ٿي ڍري ٿي ويندي آهي، جيڪا سوڄ اٺن (8) ڏينهن ۾ مڪمل ختم ٿي ويندي آهي. (8) ملهيءَ جي بيماري جيڪڏهن چوٽ چڙهيل هجي ته ڪيترا ٻار ڪن کان نه ٻڌڻ جي شڪايت ڪندا آهن. (9) بلوغت واري عمر کي پهچڻ وارن ڇوڪرن کي هن بيماريءَ جي اثر ڪري آنورن (Testes) ۾ به سُور ٿيندو آهي؛ اهڙين ڇوڪريون جيڪي پنهنجي بلوغت واري عمر کي پهتل هونديون، تن مان ڪن کي هن بيماريءَ جي اثر ڪري سندن هيجڙين (بيضہ دانين: Ovaries) ۾ سور ٿيندو آهي. (10) ليبارٽريءَ ۾ رت ٽيسٽ ڪرائڻ تي رت جا اڇا جُزا وڌيل هوندا آهن.

**بيماريءَ کان پوءِ احتياطي اُپاءَ (Preventive Measures):** (1) هيءَ بيماري گهڻي روڳي ۽ جلدي وچڙندڙ آهي، تنهنڪري هن بيماريءَ ۾ ورتل ٻار جي پڪَ (ڳگ) کان صحتمند ٻار کي بچائجي؛ تنهن کان سواءِ صحتمند ٻار کي بيمار ٻار جي اوبر پيئڻ، گڏ کاڌو کائڻ، ايستائين جو گڏ کيڏڻ ۽ گڏ ويهڻ کان پاسو ڪرائڻ گهرجي. (2) بيماريءَ ۾ ورتل ٻار کي ٻاهر کيڏڻ يا پڙهڻ لاءِ اسڪول نه موڪلجي، ڇو ته ائين ڪرڻ سان ٻيا صحتمند ٻار هن بيماريءَ ۾ ورنجي سگهن ٿا. (3) جيڪڏهن گهر ۾ اڳي ڪو بخار، مدي جي بخار، اُرڙي يا لاڪڙي ۾ ورتل هجي ته اهڙن ٻارن کي هن بيماريءَ ۾ ورتل ٻار کان پري رکجي، ٻيءَ صورت ۾ بنا دير جي اُهي بيمار ٻار به هن بيماريءَ ۾ ورنجي ويندا. (4) چالي / مَلهيءَ ۾ ورتل ٻار کي هر صورت ۾ ٻه هفتا صحتمند ٻار کان پري رکجي. (5) بيماريءَ ۾ ورتل ٻار جي صحت جو گهڻو خيال رکجي؛ کيس روزانو صاف ۽ ڌوتل ڪپڙا پارائجن، سرديءَ ۾ گرم ڪمري ۽ گرم هنڌ ۾ سمهارجي. ڪليل ۽ ٿڌي هوا ۾ بيمار ٻار کي ٻاهر نه ڪيجي. ڇو ته ٿڌيءَ هوا ۾ هيءَ بيماري زور وٺندي آهي. (6) نيم گرم پاڻيءَ ۾ ٿورو لوڻ، يا بورڪ ايسڊ وجهي ڳاري ان جا روزانو ٽي پيرا ڳرڙا ڪرائجن. ائين بيمار کي گهڻو فائدو ٿيندو آهي. (7) بيماريءَ ۾ ورتل پاسي کي گرم پاڻيءَ جي بوتل سان ٽاڪور ڪجي. ٽاڪور جو عمل ڏينهن ۾ چار پنج پيرا ورجايو وڃي، ڇو ته سوڄ واري هنڌ کي مٿان گرم ٽاڪور ڪرڻ سان گهڻو فائدو ٿيندو آهي. سوڄ ۽ سور جي تڪليف مائي ٿي ويندي آهي. (8) جن ڇوڪرن کي سندن خصين ۾ سور هجي يا جن ڇوڪرين کي بيضي دانين ۾ سور هجي ته انهن ٻارن کي مڪمل آرام ڪرائجي، ڪو به ڪم ڪار ڪرڻ کان پاسو ڪرائجي ۽ ٻاهر به نه ڇڏجي. ملهيءَ جي بيماري ڇڏي وڃڻ کان پوءِ به ڇوڪرن کي سندن خصين ۾ سور هجي ۽ ڇوڪرين کي سندن بيضہ دانين ۾ سور رهجي وڃي ته ڪنهن ويجهي ڊاڪٽر کان انهن جو مڪمل علاج ڪرائجي.

**خدشا:** جيڪڏهن ملهيءَ جي بيماري ڇڏي وڃي، پر ڇوڪرن کي سندن خصين ۾ دائمي سور رهجي ويل هجي ته ان جو علاج نه ڪرائڻ سان ڇوڪرن ۾ ٻار پيدا ڪرڻ وارا جيوڙا 'Spermatazoan' يا ته ناقص ٺهندا آهن يا وري بلڪل ئي نه ٺهندا آهن. تنهنڪري ڇوڪرن ۾ مرداني سگهه ته هوندي آهي، پر انهن کي ٻار پيدا نه ٿيندو آهي. ائين ڇوڪرين جي هيجڙين ۾ دائمي طور رهجي ويل سور جو علاج نه ڪرايو ويندو ته اهڙين ڇوڪرين جي جڏهن شادي ڪرائبي ته هڪ ته ڇوڪرين کي شادي کان پوءِ گهڻي عرصي تائين اولاد ناهي ٿيندو، پر جيڪڏهن ٿيندو آهي ته به گهڻي عرصي علاج ڪرائڻ کان پوءِ ئي اولاد ٿيندو آهي، ڇو ته هن بيماريءَ جي پراڻي اثر جي ڪري عورت جو مادري ٻج (Ova) يا ته ٺهندو ناهي، پر جيڪڏهن ٺهندو آهي ته ناقص ٺهندو آهي.

**چانڊڻ شريف:** هيءَ قديم ڳوٺ گهوٽڪي ضلعي ۾ ميرپور- داد لغاري روڊ تي، داد لغاريءَ کان ٻن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي تعلقي ڏهرڪيءَ ۾ آباد آهي. اڳاٽي زماني ۾ هتان درياهي وهڪرو وهندو هو جيڪو ماٿيلي کان ٿيندو پير بائڊ جي قديم قبرستان جي پرسان گذرندو هو، جتي اڄ به درياهه جي پيٽڻ جا نشان موجود آهن. چانڊڻ/ چنڊڻ شريف جي پرسان قبرستان ۾ انهيءَ درياهي وهڪري جا نشان، ڍنڍ يا وڏيءَ ڪڏ جي صورت ۾ اڄ به موجود آهن. جامع سنڌي لغات ۾ ڊاڪٽر بلوچ، چانڊڻ/ چنڊڻ لفظ جي هيٺين معنيٰ ڄاڻائي آهي: "ڪنهن ڍنڍ، نهر يا ڪڏ مان اضافي پاڻيءَ جي نيڪال جي نالي. ٻنيءَ وغيره مان خاص طرح برسات واري وقت ۾ وڌيڪ پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ نالي يا ڪسي وغيره. اهو لفظ چنڊڻ مقامي لهجي ۾ چانڊڻ اچارجي ٿو."

هتي پير طريقت سيد السادات سيد محمد حسن شاهه جيلاني، سوئي شريف واري بزرگ (وفات 1254هه) جي خليفي حضرت عبدالرحمان جي درگاهه، مسجد ۽ مدرسو واقع آهي. مسجد جي فن تعمير سنڌ جي شاندار ماضيءَ جي شاهدي ڏئي رهي آهي، جنهن تي ڪاشي ۽ گلڪاريءَ جو عمدو ڪم ٿيل آهي، خاص دروازن تي رنبيءَ سان اهڙي ته نفيس اُڪر ٿيل آهي، جو اهو فنِ تعمير، سنڌ جي واڍن جي فني مهارت جي شاهدي ڏئي ٿو. مسجد جي ڏاکڻي پاسي واري ڪمري ۾ بزرگن جون مزارون آهن.

**چانگ:** ٻاڪري يا ريڍي مال جي ولر، ٽولي يا ميڙ کي چانگ چئبو آهي. هي ٺيٺ سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن مان جانورن جي وڏي ميڙ ۽ ٽولي جي معنيٰ ورتي وڃي ٿي. هيءَ لفظ گهڻو ٿلهو لاڙ ۽ ٿر وارن علائقن ۾ استعمال ٿئي ٿو

سنڌيءَ ۾ وٽن جي هلڪي وڏ کي به چانگ چيو ويندو آهي.

هيءَ لفظ شاعرن به ڪتب آندو آهي، جهڙوڪ:

ڪنڌيءَ نہ سگهري ٻير نہ پلڙو،
چانگون نہ چيلڙا، مارو اڪيلڙا.
(اياز)

**ڇانوڻي** [1]: اهو مخصوص هنڌ، جاءِ، جتي فوج جي رهائش، اسلحي رکڻ سميت ٽريننگ ڪئي ويندي هجي. اڳاٽي دور ۾ ڪنهن به ملڪ ۾ باقاعدي فوج نه هوندي هئي، مثال طور: اسلام جي ابتدائي دور ۾ به ڪو باقاعدي فوجي نظام نه هو، پر ضرورت وقت مسلمان دشمنن جي مقابلي ۾ نڪري ايندا هئا. پوئين دور ۾ مسلمان حڪمرانن باقاعدي ۽ مستقل پگهاردار فوج جو




نظام قائم ڪيو. انين صدي عيسويءَ ۾ سنڌ جي عرب گورنرن برهمڻ آباد پرسان منصوره نالي شهر تعمير ڪرايو، جنهن جو مقصد علحده فوجي ڇانوڻي قائم ڪرڻ هو. ٽالپرن ۽ انگريزن وري جدا طريقا استعمال ڪيا، جن اميرن کي جاگيرون ڏنيون ويون، تن کي ذميوار بنايو ويو ته اهي مقرر تعداد ۾ پيدل ۽ سوار فوج جو انتظام رکن. انگريزن سنڌ ۽ برصغير تي قبضي بعد هنڌين ماڳين پنهنجون فوجي ڇانوڻيون قائم ڪيون. سنڌ تي قبضي بعد پهرين ڇانوڻي پڪي قلعي حيدرآباد ۾ قائم ڪئي وئي. پاڪستان ٺهڻ بعد مڙني صوبن ۾ ڇانوڻين جو جار وڇايو ويو آهي. هينئر پاڪستان جي وڏي ۾ وڏي فوجي ڇانوڻي 'پنو عاقل ڪينٽ' چئي وڃي ٿي. موجوده دور ۾ فوج جي رهڻ لاءِ وڏي تعداد ۾ ملڪ جي هر حصي ۾ ڇانوڻيون قائم ڪيل آهن. جهڙوڪ: چور ڇانوڻي، ملير ڇانوڻي، بدين ڇانوڻي، پشاور ڇانوڻي، ڪوئيٽا ڇانوڻي وغيره.

**ڇانوڻي** [2]: شڪارپور ۽ جيڪب آباد ۾ ديهن جو نالو آهي.

**ڇانهين/ هنداڻو**: ڇانهون/ ڇانهين يا هنداڻو سنڌ ۾ عام ٿيندو آهي، جنهن کي انگريزيءَ ۾ Water Melon چئبو آهي ۽ ان جو سائنسي نالو Citrullus Vulgaris آهي. سنڌ ۽ برصغير پاڪ و هند ۾ هنداڻن جي پوک تمام اڳاٽي وقت کان ٿيندي اچي ٿي.

ڇانهينءَ جو اصل وطن آفريڪا کنڊ چيو وڃي ٿو 1857ع ۾ لِونگ اسٽون (Living Stone) لکي ٿو ته: ڇانهين جا منا ۽ ڪوڙا قسم هئي ڪالاهاڙي (Kalahari) جي رڻ پٽ ۾ برساتن کان پوءِ عام جام ملندا هئا. سنڌ ۾ ٿرجي رڻ پٽ ۾ ڇانهن جي پوک برساتن کان پوءِ صدين کان وڏي پيماني تي ٿي رهي آهي، جيئن ته هيءَ فصل به خريف جي مکيه فصلن مان هڪ آهي، سو هن فصل کي گرم ۽ خشڪ آبهوا جي ضرورت پوي ٿي. سخت سردي يا پارو هيءَ فصل برداشت نٿو ڪري سگهي. ڇانهن جي في ايڪڙ پيداوار 150 کان 200 مڻ لهي ٿي.

**آبهوا (Climate)**: هيءَ فصل خريف جي مکيه فصلن مان آهي. تنهنڪري هن فصل کي گرم ۽ خشڪ آبهوا جي ضرورت پوي ٿي. سخت سردي يا پارو هيءَ فصل برداشت نه ڪري سگهندو آهي.

**پوکڻ جو وقت (Sowing Time)**: سنڌ ۾ هنداڻن جي وڏي پيماني تي پوک يا ته ڪچي وارين ايراضين ۾ ٿئي ٿي، جتي ٻوڏن جي پاڻي خشڪ ٿيڻ کان پوءِ ڊسمبر ۽ جنوري مهينن ۾ هيءَ فصل پوکيو وڃي ٿو ٿر ۽ ڪوهستان ۾ برساتن کان پوءِ هن فصل جي پوک ڪئي وڃي ٿي. ڪچي وارن علائقن ۾ پوکيل فصل فيبروريءَ جي آخر ڌاري يا مارچ جي شروعات ۾ مارڪيٽ ۾ اچي ويندو آهي. هيءَ فصل بوسي پچندو آهي. تنهنڪري هن ۾ مِناس گهٽجو ٿئي ٿو. ڪچي واري فصل کي سرد هوائن کان بچائڻ لاءِ سَرن يا لون جي ڪانئين جي مدد سان ڍڪيو ويندو آهي. سنڌ جي نهري علائقن ۾ ڇانهن جا ٻه فصل حاصل ڪيا ويندا آهن. هڪڙو فصل فيبروري-مارچ ۾ ۽ ٻيو فصل جون جولاءِ ۾ پوکيو ويندو آهي.



**زمين جي چونڊ ۽ تياري (Soil Selection)**: هن فصل لاءِ واريا سي لٽاسي زمين يا واريا سي زمين وارو هنڌ موزون هوندو آهي. سم ۽ ڪلر واري زمين ۾ هن فصل جي پوک ڪامياب نه ٿي ٿئي. زمين کي ڪُنر هر سان ٻهريون هر ڏيئي پتر پچجن. زمين ۾ ڳريل ۽ سڙيل وٽاڻ جي ڀاڻ جون 50 کان 40 گاڏيون في ايڪڙ جي حساب سان وجهي ڪيڙ ذريعي علائڻ گهرجن. هن فصل جي پوک ڪِرن تي ۽ ڪرن کان سواءِ به ڪئي وڃي ٿي، پر ڪرن تي هنن جو بهتر فصل پيدا ٿئي ٿو.

**پوکڻ جو طريقو ۽ ٻج جو مقدار (Sowing Method)**: ڇهن کان اٺن فوٽن جي مفاصلي تي ڪرا ٺاهي، زمين کي ريج جو پاڻي ڏجي، پاڻي زمين کي وڏيڪ ڏجي ته جيئن زمين پاڻي جذب ڪري وٺي، ڇاڪاڻ ته اهو ئي جذب ٿيل پاڻي ٻوٽا استعمال ڪن ٿا.

D.A.P ڀاڻ جي هڪ ٻوري، فصل پوکڻ کان اڳ وجهي پوءِ ڪرا ٺاهجن. پوکڻ کان اڳ، ٻج کي ڇهه کان اٺ ڪلاڪ ڇيٽي جي رس ۾ پسائي پوءِ پوکڻ گهرجي. ٻج صرف اڳاٽي فصل ۽ ڪچي واري زمين ۾ پوکڻ لاءِ پسائڻ گهرجي. هڪ جاءِ تي ٻه کان ٽي داڻا ٻج جا پوکجن. جڏهن ٻج ڄمي بس ڪري ۽ ٻوٽا ٽن کان چئن انچن جا ٿين ته هڪ جاءِ تي صرف هڪ تندرست ٻوٽو ڇڏجي. في ايڪڙ تي ٻج ٻن کان اڍائي ڪلوگرام استعمال

ڪجي. چانهين جون سفارش ڪيل جنسون ديسي ۽ ولائتي آهن. جن ۾ ولائتي جنس ۽ شوگر بيبي قابل ذڪر آهن.

**پاڻي، پاڻ ۽ گڏ** (Irrigation): هن فصل کي پاڻيءَ جي ضرورت گهٽ پوي ٿي. هن کي پاڻي گل ٻاٽيءَ مهل ڏجي. جيڪڏهن ريج گهٽ هجي ته پوءِ فصل کي ٻهريون پاڻي فصل پوکڻ کانپوءِ هڪ مهيني جي اندر ڏجي ۽ ٻيو پاڻي گل ٻاٽي جهلڻ مهل ڏجي. گل ٻاٽي جهلڻ مهل فصل مان گڏ ڪڍي هڪ يا اڌ ٻوري يوريا پاڻ جي فصلن کي ڏيئي پوءِ پاڻي ڏجي. ان کان اڳ جيڪڏهن فصل ۾ گندگاهه جا ٻوٽا هجن ته انهن کي ڪڍي ڇڏڻ گهرجي.

**پيداوار** (Yield): چانهين جي في ايڪڙ پيداوار 150 کان 200 مڻ لهي ٿي.

**چاڻ**: ڪڻڪ، ٻاجهر، جوئر وغيره جي اٽي کي ڇاڻي جيڪي ته ڪڍيا آهن، تن کي چاڻ چئبو آهي. طبي ماهرن ۽ حڪمت جي ماهرن موجب ڇاڻيل اٽو انساني صحت لاءِ ڪارآمد آهي. چاڻ طبي لحاظ کان ڪن بيمارين ۾ استعمال ڪيا ويندا آهن. چاڻ ۾ نشاستو (Corbohydrate) نه هئڻ برابر هوندو آهي، ان ڪري اڄڪلهه چاڻ گڏيل اٽي مان برائون بريڊ ناهي ويندي آهي، جيڪا ڊائيٽنگ ڪندڙ ماڻهو واپرائيندا آهن. چاڻ کي ڪوسو ڪري سوڄ ۽ سور وارين جاين تي ٽاڪور به ڪبي آهي. چاڻ جي رب رڌي ڪارائڻ سان سيني جي سور کي فائدو رسي ٿو.

**چاڻ ڍنڍ**: هيءَ ڍنڍ سنڌو درياهه جي ڪاٻي ڪپ تي ديهه ٻائي لڪي، يونين ڪائونسل گونگاڻي، تعلقي شاهبندر، ضلعي ٺٽي ۾ واقع هئي ۽ هينئر درياهه جي پيٽ ۾ اچي وئي آهي. ڍنڍ جي ويجهو ڳوٺ چاڙڻ آهي. ڍنڍ جي ايراضي 50/60 ايڪڙن تائين ڦهليل هئي. ڍنڍ ۾ مڇي ۽ پڪي جام ٿيندو هو. ان کان سواءِ هتي ٻهه، ڪُم، لوڙهه ۽ پبڻ به ٿيندي هئي.

**چاڻي**: هيءَ لوهه جي پتن مان ٺهيل هڪ قسم جو گول ٿانءُ آهي، جيڪو گهرن ۾ اٽو ڇاڻڻ، ان صاف ڪرڻ، سيون وغيره پاڻيءَ کان ڌار ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو ويجي ٿو. ڇاڻيءَ جو استعمال سنڌ اندر ثقافتي وٿ طور به ٿئي ٿو. مختلف مقصدن لاءِ ڪتب ايندڙ ڇاڻي بناوٽ، ساخت ۽ ماپ جي لحاظ



کان مختلف ٿيندي آهي، جيئن اٽي ڇاڻڻ لاءِ ڪتب ايندڙ ڇاڻي، اڃي پٽ مان ٺهيل هوندي آهي، جنهن کي 'پرڻ' به چوندا آهن. ان جي تري ۾ لوهه يا پلاسٽڪ جي سنهي تندن جي اٽيل جاري هوندي آهي. هن سان اٽي ۾ موجود ڦوڏر، ان جا داڻا ۽ ٻيو غير ضروري مواد يا جوون وغيره جا تهه ڪڍي ڌار ڪري ڇاڻي، ماني، پچائي ويندي آهي. جڏهن ته لوهه جي پتن جي ڇاڻي ماپ ۾ اٽي واري ڇاڻيءَ کان ٿيٺي ڊيڊوڻي وڏي ٿيندي آهي، جنهن جو ترو به لوهائين پتن سان سوراخ ٿيل هوندو آهي. هيءَ ڇاڻي سئين پچائڻ لاءِ ڪتب آندي ويندي آهي. گهر ۾ اٽي مان ٺاهيل ديسي سئين کي پچائڻ لاءِ ٻهرين گرم پاڻي ۾ رڌبو آهي ۽ بعد ۾ ڇاڻيءَ ذريعي اهو گرم پاڻي ڪڍي سئين کي ڪاڻڻ لاءِ تيار ڪبو آهي. ڇاڻيءَ مان اصطلاحي مراد آهي چنڊي ڇاڻي صاف ڪندڙ هڪ اهڙو ٿانءُ، جنهن ذريعي خراب ۽ بيجا مادي کي ڪڍي ڌار ڪيو وڃي. چانهه مان پَتيءَ کي الڳ ڪرڻ لاءِ ڇاڻي ڪم آڻبي آهي، ان کي ڇارڻي به چون.

جاين جي اڏاوت لاءِ واري، بجريءَ مان ٿلها مادا ڪڍي مصالحي ٺاهڻ وارا ڪم ڪرڻ لاءِ وڏي ڇاڻيءَ جو استعمال ڪيو وڃي ٿو اٽي ڇاڻڻ واري ڇاڻي کي ڪن هنڌن تي 'گيچڻ' به چون.

**چاهل** (جُتي): چاهل پيش مان ٺهيل جُتي آهي، جيڪا جابلو ماڻهو پائيندا آهن. هيءَ جتي جابلو ماڻهو پيش کي پسائي، ڪٽي ان جي تندن مان ٺاهيندا آهن. هن قسم جي جُتين جون پويون کهيون به انهيءَ پيش مان ٺاهيندا آهن. جبل ۾ انهن چاهلن سان هلڻ ۾ سولائي ٿيندي آهي. چاهل جو هيٺيون ترو ٿلهو مضبوط ۽ نرم هوندو آهي، جنهن ڪري پٿرن تي هلڻ سبب پير مڙندو نه آهي. پير جو مٿيون حصو ويڪرين کَهين يا ٻين نمونن جو ٺاهيندا آهن، جيڪو مُريي کان ٿورو هيٺ تائين پير ڍڪيندو آهي. پويان ڪڙيءَ جي چوڌاري کهيون هٽندا آهن. هي سادو سودو جوتو جابلو ماڻهن لاءِ وڏي وٿ آهي، جو عام چم يا پلاسٽڪ جا بوٽ ۽ چپل جابلو علائقن ۾ ڪم نه ڏيندا آهن.

**چاهو**: ضلعي ۽ تعلقي ميرپورخاص جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خدا بخش ڪنڀاڻ، صديق ڪوري، ولي محمد ڪنڀاڻ ۽ سيٺ هرچندراءِ.

**چاڻرو**: ٻنڌڻي (تعلقي جوهي، ضلعي دادو) کان ڪجهه ميلن جي فاصلي تي ڏکڻ طرف چاڙري جي لانڍي آهي، جيڪا انگريزن جي اوائلي دور ۾ ٺهرائي وئي هئي، هن وقت کنڊرن جي حالت ۾ آهي. لانڍيءَ جي پرسان پاڻيءَ جي واهي وهي ٿي، جيڪا چاڙري جي چشمي مان نڪري ٿي. لانڍي جي ڏکڻ پاسي کي دڙا آهن، جن جي مٿاڇري تي پٿرن جا اوزار ۽ هٽي رنگ واريون ٺڪريون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. ڪوٽائيءَ مان هٿ آيل ٺڪرين جو نمونو آمريءَ مان لڌل ٿانون جهڙو آهي.

**چائيچپڙو**: ضلعي ٿرپارڪر جي تعلقي ڏيپلي ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڊاٻو جوڻيجا، ڦاٽوڙي، جاڳا ويري، نرهوڙو، لياري، چائيچپڙو، ٽالي، ڪيلهڻ، هوت، جاڙيلو روحل، سنيهرو، لاڪوڙو سنگال ۽ لاڏڪي.

**چايا نٽ** (راڳڻي): هي ڪلياڻ ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي آهي، رکب وادي ۽ پنچم سموادي سُر اٿس. پنڊتن جو چوڻ آهي ته هن راڳ جي گرهه ڏيوت آهي ۽ نياس پنچم آهي. هن ۾ مڌم تيور آروهيءَ ۾ ڏيکارڻ ضروري آهي. هن راڳڻيءَ

۾ ڪاموڏ وانگر گنڌار وڪر سُر آهي. هيءَ راڳڻي ڪلياڻ، گونڊ، همير، نٽ ۽ الهيه راڳڻين جي ميلاپ مان ٺهي آهي. ڪاموڏ ۽ ڇايا نٽ ذري گهٽ هڪ جهڙيون راڳڻيون آهن، جن کي الڳ ڪرڻ لاءِ هيٺيون ڳالهيون ڌيان ۾ رکڻ گهرجن:

(1) ڪاموڏ ۾ آروهي ڪڏهن بہ گنڌار ۽ مڌم کان پنچم تي نہ ويندي، پر ڇايا نٽ ۾ ايئن ناهي.

(2) جهڙيءَ ريت ڪاموڏ ۾ رکب کان پنچم تي آروهي ڏي وجبو آهي. ان جي ابتڙ ڇايا نٽ ۾ پنچم کان رکب تي آروهيءَ ڏي وجبو.

(3) اموڏ جو وادي سُر پنچم آهي، مگر ڇايا نٽ جو وادي سُر رکب آهي.

(4) ڪاموڏ اترانگ جي راڳڻي آهي، ڇا يا نٽ پور وانگ جي راڳڻي آهي. هن جي آروهي: سا ري گي ما پا ڌي ني ڌي سَا، ۽ امروهي: سا ني ڌي پا مي پا ري گي ما پا گي ما ري سا آهي. ڳائڻ جو وقت رات جو ٻيو پهر اٿس.

هي راڳڻي سنڌ جا سيئي ڪلاسيڪي ڳائڻا ڳائيندا آهن.

**چبر:** هڪ قسم جو گاهه آهي، جيڪو هر فصل يا خالي پيل زمين ۾ تمام گهاٽائي (Densities) سان ڦٽي ٿو ۽ ميدانن، غير آباد جاين ۽ باغن ۾ تمام گهڻي انداز ۾ ٿيندو آهي. ڇاڪاڻ تہ زمين اندر هن کي پاڙ ڳنڍ ۽ زمين مٿان هن کي مٿي چڙهندڙ ٽڙ يا ڏانڊي ٿيندي آهي، ان سبب هن گاهہ کي ختم ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آهي. عام طرح چبر گاهہ لتاسي يا جيڪي



مٽيءَ ۾ وڌيڪ ٿيندو آهي. چبر جا پن اڪثر ڪري ننڍا ۽ سوڙها 4 کان 12 سينٽي ميٽر ڊيگهہ ۾ ۽ 2 کان 6 ملي ميٽر ويڪر ۾ پکڙيل ٿيندا آهن. هن گاهہ ۾ واڌارو طبعي قلمي واڌ ذريعي ٿئي ٿو هيءَ گاهہ طور، چوپائي مال لاءِ استعمال ۾ خاص طور اچي ٿو ان کان سواءِ هن کي پارڪن وغيره ۾ پڻ سونهن لاءِ ڪتب آندو وڃي ٿو چبر جو گاهہ زمين کي ڪاٽ کان محفوظ رکي ٿو هن جون ڇريون، پاڙون ۽ ڳنڍيون اڪثر ڪري دوائن ۾ ڪتب اچن ٿيون. هاٿي باغن ۽ پارڪن لاءِ مختلف قسمن جون چبرون استعمال ڪيون وڃن ٿيون. سنڌ جي باغن ۽ باغيچن ۾ سونهن لاءِ پوکيو وڃي ٿو

اڄڪلهہ آمريڪي چبر لڳائڻ جو رواج آهي. وڏن پارڪن، بنگلن وغيره ۾ اها لڳائي ويندي آهي، جيڪا تمام سنهڙي تندن واري گاهہ جي هوندي آهي ۽ مشين سان ڪتجڻ کان پوءِ سائي غاليچي جو ڏيک ڏيندي آهي.

**چبلاڻي:** هندن جي هڪ ذات، جنهن جي نُک 'ڪٽوريا' آهي. هن نک وارن جا وڏا ڪٽوري (ڪستوريءَ) جو واپار ڪندا هئا، تنهنڪري مٿن اهو نالو پيو هي اصل پنجاب ۾ رهندا هئا، جتان پوءِ ڪي شڪارپور تہ ڪي خدا آباد ۽ پوءِ حيدرآباد، سنڌ ۾ اچي رهيا. چبلاڻين جو وڏو ڏاڏو ديوان چهلداس هو چبلاڻين جون بہ شاخون آهن، هنهي شاخن وارن مان ڪي حيدرآباد جي هيرآباد تہ ڪي ڪراچيءَ ۾ مختلف هنڌن تي آباد هئا. ايس. پي. چبلاڻي اقتصاديات جو وڏو ماهر هن ذات مان هو

**چبلاڻي، ايچ. ايل:** پروفيسر ايچ. ايل. چبلاڻيءَ جو پورو نالو حشمتراءِ هو سنڌس جنم 1889ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ ٿيو هيءَ ننڍي هوندي کان ئي نهايت ذهين ۽ هوشيار هو ڪيس پڙهڻ دوران مڊل اسڪول اسڪالرشپ، هاءِ اسڪول اسڪالرشپ ۽ سنڌ اسڪالرشپ حاصل ٿي. ڪاليج جي امتحان ۾ سڄي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آيو



بي. اي فزڪس ۽ ايم. اي تاريخ ۽ اقتصاديات جي مضمون ۾ ڪيائين. ايم. اي ۾ سڄي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر اچڻ تي 'تلنگ گولڊ' ميڊل حاصل ڪيائين. چبلاڻي بي. بي. ڪاليج مظفرپور (بهار) ڊي. اي. وي ڪاليج لاهور، جسونت ڪاليج جوڌپور، بنارس هندو يونيورسٽي ۽ بمبئي جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ پروفيسر طور پنهنجا فرض نڀايا. ڪجهہ وقت ڏيارام گدومل نيشنل ڪاليج حيدرآباد جو بہ پرنسپال رهيو. بعد ۾ دهلي يونيورسٽيءَ جي اڪنامڪس شعبي ۾ پروفيسر ٿيو. اقتصاديات ۾ مهارت حاصل ڪيائين. 1929ع ۾ هند سرڪار کيس بئنڪنگ انڪوائري ڪميٽيءَ جو ميمبر چونڊيو جڏهن سنڌ جي پرڳڻي کي بمبئيءَ کان ڌار ڪرڻ جو سوال اٿيو تہ هن انهيءَ رٿ جي سخت مخالفت ڪئي. سنڌ ۾ ڪيترن هنڌن تي تقريرون ڪري ان رٿ جي مخالفت ڪيائين. ان دوران انگريزيءَ ۾ هڪ ڪتاب بہ ڇپائي پڌرو ڪيائين. جنهن ۾ سرڪار جي ڇپايل رپورٽن وغيره مان انگ اکر ڏئي اهو ثابت ڪيائين تہ 1847ع کان وٺي جيئن سنڌ جو پرڳڻو بمبئيءَ کاتي سان لاڳو ٿيو آهي، تيئن هر سال بمبئي سرڪار کي ڪيترو گهاٽو پيو آهي. هينئر سنڌ بمبئيءَ کان ڌار ٿيندي تہ سنڌ جي مالي حالت اهڙي نہ آهي، جو سنڌ پنهنجو خرچ پاڻ پورو ڪري سگهي، جنهن بعد ڪيترائي ٽيڪس پوندا، جن جو وڏو حصو هندن کي ڀرڻو پوندو. سندس ان ڪتاب ڇپجڻ سان ايچ. ايل. چبلاڻيءَ جي شهرت ۾ ڪافي اضافو ٿيو جنهن بعد لنڊن ۾ گول ميز ڪانفرنس دوران جڏهن سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪرڻ جو فيصلو ٿيڻو هو تہ سرڪار کيس ان ڪانفرنس لاءِ منتخب ڪيو پر هن جي دليلن کي اهميت نہ ڏنائون. ڪانفرنس ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. ڪانفرنس ۾ جيڪا ڪوٽ پروفيسر چبلاڻيءَ ظاهر ڪئي هئي، سا هند سرڪار سنڌ کي ڏيڻي ڪئي.

پروفيسر چبلاڻيءَ هندستان جي ڪرنسيءَ، بئنڪن ۽ هندستان جي اقتصادي مسئلن بابت ڪيترا ڪتاب انگريزيءَ ۾ لکيا. هندستان جي انتظام، ملڪي جوڙجڪ، انگلنڊ جي تاريخ (ٻن ڀاڱن ۾) سميت ٻين ڪيترن اهم

موضوعن تي سنڌس ڪتاب شايع ٿيل آهن. هن پنهنجي پاءُ منگهارام ڇبلاڻيءَ سان گڏ ڪراچيءَ ۾ ماڊل هاءِ اسڪول به قائم ڪيو هو، جيڪو هاڻي سنڌس نالي پنيان سڏجي پيو. ڪراچيءَ جو هڪ ميونسپل اسڪول سنڌس نالي سان قائم ڪيو ويو آهي. ڪراچيءَ جي بندر روڊ واري خدا آبادي عامل پنچائت جي ٺهرايل اسپتال تي به سنڌس نالو آهي. ايچ. ايل. ڇبلاڻيءَ 1934ع ڌاري وفات ڪئي.

**ڇبلاڻي، منگهارام:** منگهارام ڇبلاڻيءَ جو جنم 1896ع ڌاري ٿيو. 1917ع ۾ ايس. ٽي. سي. ڊي. ڪاليج بمبئيءَ مان فرسٽ ڪلاس ۾ بي. اي پاس ڪيائين. بي. اي پاس ڪرڻ بعد تعليم ڪاتي ۾ هاءِ اسڪول جو استاد طور مقرر ٿيو. 1926ع ۾ ايم. اي پاس ڪيائين. 1926ع ۾ پنهنجي پاءُ پروفيسر حشمتراءِ جي مدد سان ڪراچيءَ ۾ ماڊل هاءِ اسڪول کوليائين، جنهن جو پرنسپال به پاڻ ٿيو. 1936ع ۾ ڪراچيءَ جي بندر روڊ تي ايڪسٽينشن طرفان 'واڌو مل بولچند هاءِ اسڪول' کوليائين ۽ ٻئي سال ان ئي ساڳي نالي سان پرائمري اسڪول به قائم ڪرايائين. منگهارام ڪيترو وقت هيڊماسترن جي ڪراچيءَ واري ايسوسيئيشن جو صدر؛ ڪراچي بواءِ اسڪائوٽ ايسوسيئيشن جو نائب صدر؛ ڪراچي انڊين گرلس هاءِ اسڪول جو سيڪريٽري؛ ڪراچيءَ جي تعليم جي ترقيءَ واري سوسائٽي ۽ فيميل ايجوڪيشن سوسائٽيءَ جو آنرري سيڪريٽري؛ ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد جي عامل پنچائت جي مئنيجنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر ۽ خزانچي به رهيو. هن هندستان جي ملڪي جوڙجڪ ۽ انتظام بابت ڪيترا ڪتاب به لکيا.

**ڇپي:** پيش مان ٺهيل هڪ قسم جي ٽوڪري، جنهن جو منهن ويڪرو ٿئي. ڇپيون ننڍيون يا وڏيون ٺاهيون وڃن ٿيون. جن ۾ عورتون پنهنجو ڳنڍ ٽوپي جو سامان ۽ هار سينگار جو سامان رکن ٿيون. اتر سنڌ ۾ مانيءَ جي دٻڪيءَ کي ڇپي به سڏيو وڃي ٿو.

اڄڪلهه ڇپيون، ڪٽڪ جي تيلين، پلاسٽڪ وغيره مان ٺاهيون وڃن ٿيون.

**ڇپيل:** درياهه جي اهڙي پاتار، جنهن ۾ ڪپر به هجن ۽ واڌو باقي پاڻي پلٽ ڪري وهي ان کي 'ڇپيل' چئبو آهي. درياهه اندر ڪيترين 'ڇپيلون' ٿينديون آهن. ڇپيل تان جڏهن ته پاڻي البيلائيءَ سان ٽپندو رهندو آهي ۽ اهو نظارو وڻندڙ لڳندو آهي. ان ڪري ٿي شايد سهڻي سينگار ڪيل ۽ ناز انداز سان هلندڙ مرد ۽ عورت کي ڇپيلو ڇبيلي، ڇبل ڇبيلو ڇيل ڇبيلي چئبو آهي.

**ڇتارا ':** سنڌي شاعريءَ ۾ 'ڇتارا' ڇهن سٽن جي هڪ صنف آهي، جنهن جون ٻه ٻه سٽون هم قافيا ٿينديون آهن. پهرئين 'ٻه سٽي' هم قافيا بند جو آخري لفظ، ٽينءَ سٽ/ ٻئي بند جو پهريون حصو ٿي ڪم ايندو آهي. اهڙيءَ ريت ٻيون ٻه سٽون/ بند پاڻ ۾ هم قافيا هوندو آهي ۽ ٽيون حصو/ ٻه سٽون، بند/ آخري بند، پاڻ ۾ هم قافيا هوندو آهي، ان بند جو آخري لفظ قافيو ۽ هن سڄي 'ڇتاري' جو پهريون لفظ ۽ آخري لفظ ساڳيو هوندو آهي. 'ڇتارو' اصل ۾ هندي شعري صنف 'ڪنڊليءَ' جو جديد سنڌريل روپ آهي. سنڌيءَ ۾ 'ڇتارا' مير محمد پيرزادي، تاج جويي، ج. ع. منگهاڻي ۽ ٻين شاعرن لکيا آهن.

**ڇتارا ':** هيءَ ديهه ٽپي گاهي پٽ، تعلقي ڪراچي، ڪياماڙي ٽائون ۾ آهي. هن ۾ پنج وڏا ڳوٺ شامل آهن.

**ڇتاڻي** (ذات/ پاڙو): سنڌ اندر ڇتاڻي مختلف ذاتين جو پاڙو يا نک آهي. مثال طور: چانڊين جي حسناڻي شاخ مان هڪ پاڙو 'ڇتاڻي' سڏبا آهن. ڪرمتين جي زنگياڻي شاخ جو واسطو به 'ڇتاڻي' پاڙي سان آهي. ڪرمتين جي 'جانوري' ذات ۾ به ڇتاڻي پاڙو آهي اهڙيءَ طرح ڪوسن، لغارين، ميرجتن، سومرن، ڪلهوڙن ۾ به 'ڇتاڻي' پاڙا هن. هي پاڙا، شايد هر ذات جي ڪنهن وڏي 'ڇتي' جي نالي سان شروع ٿيا هوندا.

**ڇتبڻ/ ڇتون** (Dita Bark): هي هڪ سدا بهار وڻ آهي، هن کي سنسڪرت ۾ شپت پرن، بنگاليءَ ۾ ڇاتن، هنديءَ ۾ ڇتون، اردوءَ ۾ ستونا ۽ لاطينيءَ ۾ Alstonia Scholaris چوندا آهن. هيءُ وڻ اٽڪل ٽيهه ميٽر ڊگهو ٿئي ٿو هن ۾ وڌڻ جي صلاحيت عام وڻن کان گهڻي آهي، هن جون ٽاريون پکڙيل ۽ چمڪدار ٿين ٿيون. هن جي هر هڪ شاخ ۾ ست پن هوندا آهن. هن جا گل ساوا سفيدي مائل ٿين ٿا. سنڌ ۾ ڪثرت سان ٿئي ٿو هن جا ٻه قسم ٿيندا آهن، هن جومزاج گرم ۽ خشڪ آهي. طبيبن موجب ڇتبڻ جي کل جو



ڪاڙهو بخار لاءِ فائديمند آهي. هن جوجوهر (Define) مليريائي بخارن ۾ مفيد آهي.

**ڇتراڻي، محمد امين:** مولانا محمد امين ڇتراڻي، مخدوم محمد ابراهيم ٺٽويءَ جي خليفن ۾ وڏي حيثيت رکي ٿو. هيءُ نه صرف باطني فيض ۽ ڪمالات جو مالڪ هو پر ظاهري علم ۾ به جيد عالم هو. سنڌ جي وڏي محدث مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي پوٽي مخدوم محمد ابراهيم ٺٽويءَ کان ظاهري ۽ باطني علم پرايائين ۽ خليفي احمد خان نظاماڻيءَ جي صحبت ۾ به رهيو 'تڪمله مقالات' جي مصنف، مولانا محمد امين کي پنهنجي دؤر جو وڏو ديندار بزرگ ۽ ظاهري علمن جو يگانو عالم سڏيو آهي ۽ اهو به لکيو آهي ته مولانا محمد 'امين' تخلص رکندو هو ۽ مخدوم ابراهيم صاحب ڏانهن خطن سان گڏ شوق مان ڪي غزل به لکي موڪليندو هو، انهن مان هڪ جو نمونو هيٺينءَ ريت آهي:

روز وشب داشت 'امين' سعي قدمبوسي تو
مگر اين ست که با حکم ازل جنگ نکرد.

**چتر سال** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب دوارڪا پرساد روچيرام شرما جو ترجمو ڪيل آهي. هن رائل سائيز ڪتاب ۾ 140 صفحا آهن ۽ قيمت ڇهه آنا اٿس. هي ڪتاب وشنو نينارام شرما منڊل، هندو پريس، حيدرآباد مان سال 1881ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو

**چتري**[1]: آرين جي مُک جو خاص خطاب 'چتري' هوندو هو. آريا پنهنجو سردار چونڊڻ وقت ٻن ڳالهين جو خاص خيال رکندا هئا. هڪ ته سردار وڏي عمر جو هجي ۽ ٻيو اهو هر لحاظ کان قابل هجي، ته جيئن هو پنهنجي تجربن جي بنياد تي راڄ کي سهڻي نموني هلائي سگهي ۽ پنهنجي طاقت سان ٻاهرين حملي آورن کي جواب ڏئي سگهي. اهڙي سردار کي 'چترپتي' يا 'چتري' چيو ويندو هو. چترجو مطلب آهي سايو انهيءَ ڪري آريا سمجهندا هئا ته سندن سردار هنن لاءِ سايو آهي.

جڏهن ڪو سردار جنگ ۾ مري ويندو هو ته ان جو اولاد سندس سماڌيءَ تي چتريءَ نما مقبرو ٺهرائيندو هو ته جيئن ان جي ياد تازي رهي. جيمس ٽاڊ هن قسم جي چترين جو ذڪر پنهنجي مشهور ڪتاب 'تاريخ راجستان' ۾ به ڪيو آهي. چتري لفظ اڳتي هلي 'ڪتري' طور مشهور ٿيو.

**چتري**[2] (ذات): هندو ڪترين جي ذات، جن مان اڳي برهمڻ شاديون ڪندا هئا. اڄ به سنڌ جي ڪافي حصن ۾ چتري/ ڪتري آباد آهن. ڪتري/ چتري ٻنهي لفظن جو بنياد سنسڪرت لفظ 'ڪشتري' آهي، جيڪي برهمڻن کان پوءِ ٻئي نمبر جي ذات طور سڃاتا ويندا آهن ۽ ويڙهاڪ يا جنگجو هوندا آهن.

**چتل سرهيو**: ناميارو استاد ۽ ڊراما هدايتڪار محمد چتل ولد خالقڏنو سُرهيو، 7 جنوري 1916ع تي موري شهر ۾ پيدا ٿيو. سندس وڏا سڀيئي ۽ اڳئي ناهڻ واري هنر سان وابسته هئا. ابتدائي تعليم هن پرائمري اسڪول موري مان ناميارن استاد سيد جعفرعلي شاهه وٽان حاصل ڪئي. 1932ع ۾ فائنل جو امتحان نوشهري فيروز سينٽر مان پاس ڪيائين. 1933ع ۾ تعلقي سنجهوري ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو بعد ۾ شاهپورجهانيان، هبيري، گڇيري ۽ مين اسڪول موري ۾ استاد رهيو جتان بالغن جي تعليم ۾ لٽريسي سپروائيزر ٿيو بعد ۾ پرائمري مين اسڪول موري جو پندرهن سالن تائين 'هيڊ ماستر رهيو. هن مڊل



اسڪول اسڪالر شپ امتحان ۾ سوين شاگردن کي وظيفا ڏياري ڪين وڏيڪ پڙهڻ لاءِ اتساهيو. استاد محمد چتل تمام سنو منتظم، اصول پرست، محنتي، جفاڪش ۽ هوشيار استاد هو. هن ماستري ٽريننگ جا ٻه سال ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد مان پاس ڪيا. هو پنهنجي عملي زندگيءَ ۾ فرض شناس استاد طور پڙهائيءَ سان گڏ اسڪول جا ترقياتي ڪم ڪرائيندو هو ۽ شاگردن جي ذهني نشوونما ۽ صلاحيتن کي نکارڻ لاءِ منجهن تقريرن جا مقابلا ڪرائيندو. ڪين ثقافتي سرگرمين ۾ شامل ڪندو ۽ ڊرامن ۾ حصو وٺرائيندو هو. استاد محمد چتل، مين پرائمري اسڪول موري ۾ وڏي تعداد ۾ ڊراما به پيش ڪيا، جن ۾: حاتم طائي، دودي سومري جو موت (شيخ اياز جو سنگيت ناٽڪ) مشهور آهن. هن ڊرامي ۾ ٻئي هڪ قابل استاد جي اڳواٽيءَ ۽ ميان محمد چتل جي رهبريءَ ۾، ابتدا ۾ شيخ اياز جي مشهور وائي 'ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان' تي ٽيبلو پيش ڪيو ويو هو جيڪو ايترو ته مقبول ٿيو جو ڪيترين اسٽيجن تي پرفارم ڪيو ويو ڊرامن ۽ ڪبڊي راند جي مقابلن مان ڪيس جيڪو پئسو حاصل ٿيندو هو اهو اسڪول جي ترقياتي ڪمن، تعليم ۽ باغبانيءَ ۾ صرف ڪندو هو. سندس وقت ۾ مين اسڪول موري تمام گهڻي مشهوري ۽ ڪاميابي حاصل ڪئي. سندس محنت سان هن اسڪول جا ڪافي شاگرد فن جي دنيا ۾ مشهور ٿيا، جن مان انور سولنگي مشهور ٿي وي فنڪار به هڪ هو ۽ ٻيا ڪافي شاگرد وڏن عهدن تي پهتا. هو مهمان نواز به حد درجي جو هو. هڻ جو سخي هو. تعليم کاتي سنڌ جا وڏا آفيسر سندس قدر ڪندا هئا. هي 'اوپن آرٽ سرڪل' جو سرپرست به رهيو هن ٺي اداري مان ڪافي سٺا فنڪار، اداڪار، مضمون نگار، ڊراما نويس، ريڊيي ۽ ٽي ويءَ جا اهل فنڪار پيدا ٿيا.

**چتن شاهه سيد**: خيرپور جي ڪافي گو شاعر سيد چتن شاهه جي ولادت 1870ع ڌاري ٿي. هيءُ سرائي گنهور خان جي پاڙي ۾ رهندو هو. ڪيس ڪافيءَ سان گڏ مرثيي ۽ سلام تي به چڱي دسترس حاصل هئي. سيد چتن شاهه خيرپور جي ماتمي مجلسن جو اهتمام ڪندو هو. سندس ويجهن دوستن ۾ الهرکيو ڪوکر ۽ پير قلپوٽو شامل هئا. ڪيس ان دور جا خيرپور رياست جا حاڪم به قدر جي نگاهه سان ڏسندا هئا. هن 1920ع ڌاري وفات ڪئي.

**چتواٽي** (ذات): چتواٽي هندن جي هڪ آکهه جو نالو آهي، هن ذات وارا 'چتي مل' روهڙيءَ واري جو اولاد ليکجن ٿا.

**چتو چنڊ**: ٺٽي ضلعي ۾ هن نالي سان هڪ ديهه ۽ هڪ ڳوٺ، ٺٽي شهر کان ست ڪلوميٽر اُتر طرف نيشنل هاءِ وي تي موجود آهي. سنڌ جي مشهور سياستدان محمد عثمان سومري جو جنم ڳوٺ چَتي چنڊ جي ويجهو آهي، جنهن جو فرزند محمد خان سومرو هڪ وقت سنڌ جو وزير به رهي چڪو آهي.

**چتو ڏهو**: تعلقي اوٻاوڙي ۾ هڪ ديهه. جنهن ۾ 'جهنگل ماڇي' نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**چَتو فقير سانگي**: چتو فقير سانگي، سنڌي ڪافيءَ جو باڪمال صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. هن جو اصل نالو چتل سانگي هو. جيڪو اڳتي هلي 'چَتو فقير سانگي' سڏيو ويو. چتي فقير سانگيءَ 1248هه/ 1832ع ڌاري تعلقي لاڙڪاڻي جي هڪ ننڍي ڳوٺ پيٺهڙي ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو محمد بچل هو. جيڪو ذات جو سانگي هو. چتو فقير اڃا ننڍو ئي هو ته سندس والد گذاري ويو. ان ڪري هن جي پرورش سندس چاچي محمد سچل سانگيءَ ڪئي. چتو فقير اڃا 8، 9 سالن جو هو ته چاچي جي چوڻ موجب جهنگ ۾ مال ڪاهي وڃي چاريندو هو. ان دوران هن جي هڪ نامعلوم سفيد ريش درويش سان ملاقات ٿي، جنهن ڪيس روحاني تعليم ڏني. اُن جو اثر وٺي سندس چاچي، چتي فقير کي چيو ته 'هاڻي مال چارڻ تنهنجي شان وٽان نه آهي، هل ته تو کي مدرسي ۾ تعليم ڏياريان. چتو فقير ذهين هو. ٿوري ئي عرصي ۾ قرآن شريف پڙهي پورو ڪيائين. عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ سندس رسمي دستاربندي ٿي. ڪجهه عرصي بعد چاچي سندس شادي ڪرائي، جنهن بعد ڪيس هڪ نياڻي ڄائي، پر گهر واريءَ جي وفات سبب نياڻيءَ جي پرورش فقير پاڻ ڪئي. فقير صاحب هميشه اڇا ڪپڙا پهريندو هو ۽ زندگي سادي گذاريندو هو. دلي سڪون حاصل ڪرڻ لاءِ هي پنهنجي اباڻي ڳوٺ پيٺهڙي کي الوداع ڪري ميرو خان تعلقي جي ڳوٺ مصري سانگيءَ ۾ وڃي رهيو. جتي سندس اباڻيون زمينون هيون. ان ڳوٺ ۾ رهڻ دوران فقير صاحب کي مجازي عشق جي چوٽ لڳي ۽

شاعري ڪرڻ لڳو. ان بعد چتل مان ’فقير چتو سانگي‘ سڏائڻ لڳو. جلد ئي چتل سنڌي ۾ سرائڪيءَ جو مقبول شاعر بنجي ويو. سندس شاعريءَ ۾ تصوف جا پيچيدا پيچرا ۽ مخفي رمزون پيرائتي نموني سمجهايل آهن.

چتي فقير سانگيءَ جو ڪلام ’ڪليات چتو فقير سانگي‘ جي نالي سان صوفي مولا بخش سانگيءَ ترتيب ڏئي، لاڙڪاڻي مان 1973ع ۾ ڇپايو آهي.

چتي فقير سانگيءَ حياتيءَ جو آخري حصو ڳوٺ دڙي ۾ گذاريو جتي سال 1311هه مطابق 1894ع ۾ رحلت ڪيائين. سندس مقبرو دڙي ۾ آهي. جتي هر سال 13، 14 رجب تي ميلو لڳندو آهي.

**چتي جي بيماري/ چتائپ** (Rabbies): چتائپ، هڪ خطرناڪ وچڙندڙ بيماري آهي، جيڪا جانورن توڙي انسانن ۾ ٿيندي آهي. اصل ۾ هيءَ بيماري ڪتن، بگهڙن، گدڙن ۽ لومڙين ۾ ٿيندي آهي، جن مان سيني جانورن جهڙوڪ: گهوڙن، گڏهن، ڍڳن، رڍن ۽ گڏوگڏ ماڻهن ۾ پکڙجي ويندي آهي ۽ اهي جانور ۽ انسان چتا ٿي پوندا آهن.

**بيماريءَ جي حد:** سڀ کان اڳ هيءَ بيماري گرين لئنڊ ۾ ڪتن ۽ لومڙين ۾ لڌي وئي هئي، هن وقت آسٽريليا ۽ نيوزيلينڊ کان سواءِ هيءَ بيماري دنيا جي سيني ملڪن ۾ پکڙيل آهي. هيءَ بيماري چڪ پائڻ سبب منتقل ٿئي ٿي. پاڪستان (سنڌ ۾ پڻ) ۾ هر سال هزارين جانورن ۽ ماڻهن کي چتا ڪُتا چَڪ پائي، هن بيماريءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏين ٿا.



**سبب:** هن بيماريءَ جو سبب هڪ جيوڙو (Rabbies Virus) آهي، جيڪو 100 کان 150 ملي مائيڪران هوندو آهي. هن وائرس کي ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو:

(i) Street Virus: هن قسم جو ريبيز وائرس چتي ڪُتي جي تنتي سرشتي ۽ ان جي ڳِگ/ ٿڪ (Saliva) ۾ ملندو آهي.

(ii) Fixed Virus: هن قسم جو (ريبيز) وائرس، اسٽريٽ وائرس جي نسلي تبديلي (Matation) آهي، جو سيهڙ جي دماغ ۾ منتقل ٿيندو رهندو آهي. اهو وائرس سيهڙن لاءِ خطرناڪ ٿي سگهي ٿو، پر انسان کي نقصان نه ڏيندو آهي.

هي جيوڙو (ريبيز) جسم جي تنتي سرشتي تي خاص اثر ڪندو آهي. جڏهن چتو ڪتو يا ان بيماريءَ ۾ ورتل جانور ڪنهن کي چڪ پائيندو آهي ته سندس ڳگ مان هي جيوڙا زخم ۾ پهچيو وڃن. زخم مان وري تنتن مان ٿيندا، دماغ جي هڪ حصي ’هائپو ڪيمپس ميجر‘ (Hypocampus Major) ۾ پهچندا آهن، جتي هي جيوڙا وڌندا آهن ۽ جتان پوءِ جسم جي ٻين ڀاڱن ۾

ٿڪ وارن غدودن ۽ مغزي ڏوريءَ ۾ پکڙجي ويندا آهن ۽ جانور يا انسان چتا ٿي پوندا آهن. ان دوران جيوڙا جانورن جي ڳگ پيشاب، ڇيڻي کان سواءِ رت ۾ به تمام ٿوري مقدار ۾ موجود هوندا آهن. هيءَ مرض بهار جي مند ۾ گهڻو پکڙبو آهي. ڇاڪاڻ ته هن موسم ۾ ڪتن جي هڪ هنڌ تي گڏ ٿيڻ جا امڪان گهڻا هوندا آهن. جيڪڏهن ڪو چتو ڪُتو ڪُتن جي ٽوليءَ طرف



چتائپ جو شڪار هڪ مريض

ايندو ته سڄي ولر جي ڪتن کي چڪ هڻي ويندو آهي ۽ اهڙيءَ طرح مرض پکڙبو آهي. انهن ئي ڏينهن ۾ چتو ڪتو ٻين جانورن، ڍڳين ۽ گهوڙن وغيره کي به چڪ پائي ويندو آهي ۽ انهن جي مالڪن کي اڪثر خبر نه پوندي آهي ۽ اهي جانور به چتا ٿي پوندا آهن. انسان کي به اهڙيءَ طرح چتي ڪتي جي چڪ لڳڻ سان مرض ٿي پوندو آهي. چتو گدڙ، ڪتي کان به وڌيڪ خطرناڪ هوندو آهي ۽ چتي گدڙيءَ جا جيوڙا کان خطرناڪ ٿين ٿا.

**بيماريءَ جي واڌ جو مدو:** چتائپ ڪتن ۾ 20 کان 60 ڏينهن ٿيندي آهي ۽ وڌ کان وڌ هڪ سال ٿي سگهي ٿي. جڏهن ته ڍڳين، گهوڙن، رڍن ۽ ٻڪرين ۾ هيءَ مرض 30 کان 60 ڏينهن ٿئي ٿو. ماڻهوءَ ۾ هيءَ مرض چتي ڪتي جي چڪ پائڻ کان 14 کان 90 ڏينهن ۽ سراسري طرح 72 ڏينهن پوءِ پنهنجو اثر ڏيکاريندو آهي. هن مرض جي واڌ جو مدو ٻن ڳالهين تي مدار رکي ٿو: (1) چتي ڪتي جو هنيل چڪ جيترو به دماغ جي ويجهو هوندو، اوترو مريض جلد چتو ٿي پوندو. (2) چتي ڪتي جو ڪيل زخم جيترو اونهو ۽ وڏو هوندو، اوترو جلد اثر ڪندو.

**نشانيون:** ڪتن ۾ هن مرض جي هيٺ جون به علامتون هونديون آهن:

**(1) سخت علامتون:** (1) ڪتو ڪائڻ پيئڻ ڇڏي ڏيندو آهي ۽ اُن جي منهن مان ڳگ وهندي آهي. (2) ڪتي جون اکيون ڳاڙهيون ٿي وينديون آهن ۽ گهر کان ٻاهر ڀڄي ويندو آهي. (3) ڪتو ڀڄ سڌو ڪري ڀڄندو رهندو آهي ۽ رستي ۾ جيڪا به شيءِ سامهون ايندي آهي، ان کي چڪ پائيندو آهي. (4) ڪتي کي جسم تي ڪنٽرول نه هوندو آهي. مالڪ کي به سُڃاڻي نه سگهندو آهي ۽ بي اختيار ان تي به حملو ڪندو آهي. (هونئن عام طرح چوڻي آهي ته: ”چتو ڪُتو ڌڻي سڃاڻي“). (5) جيڪڏهن پاڻي سامهون ايندس ته ان ۾ پنهنجو عڪس ڏسي ڊڄي ويندو آهي ۽ پاڻي پيئڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، پر هيٺين جاڙيءَ جي فالج سبب پاڻي پي نه سگهندو آهي. تنهنڪري پاڻيءَ کان ڊڄي ڀڄي ويندو آهي. (6) اهڙيءَ طرح ڀڄندو ٻين تي حملا ڪندو 3 کان 10 ڏينهن اندر ٿڪجي مري ويندو آهي.

(2) **عام علامت:** (1) ڪتو وائڙو ٿي ويندو آهي، پر ڀڄندو نه آهي ۽ خوراڪ به گهٽ ڪائيندو آهي. (2) شروع ۾ ٿورو ٿورو پاڻي به پيئندو آهي، پر پوءِ هيٺين جاڙيءَ جي فالج ٿي وڃڻ ڪري ڪجهه به کائي پي نه سگهندو آهي. سندس حالت رحم جوڳي ٿي ويندي آهي ۽ آخر 10 ڏينهن اندر مري ويندو آهي.

ٻنهي قسمن جو جيوڙو هڪ جيترو خطرناڪ ٿيندو آهي، پر انهن مان پهريون قسم وڌيڪ خطرناڪ آهي.

**ڍڳين ۽ مينهن ۾ علامتون:** (1) ڪاڻ پيئڻ ۾ گهٽتائي، ڪمزوري ۽ منهن مان گگ پئي وهندي اٿن. (2) جانور ڏسڻ ۾ وحشي لڳندو آهي ۽ پريشان ٿي مارڻ لاءِ ڊوڙندو آهي. (3) جانور زمين تي زور زور سان پير هڻندو آهي ۽ ٽڪرن هڻڻ ڪري اڪثر سڱ به ڀڄي پوندا اٿس. (4) جانور بار بار پيشاب ڪندو آهي. آخر 6 ڏينهن اندر فالج ٿيڻ ڪري مري ويندو آهي.

**گهوڙا ۽ گڏهه:** هي جانور جڏهن چتا ٿيندا آهن ته ڪاڻ پيئڻ ڇڏي ڏيندا آهن. منهن مان گجيءَ واري گگ وهندي اٿن ۽ چڪ هڻڻ لاءِ ڊوڙندا آهن. پنهنجي جسم تي به چڪ هڻندا آهن. آخر پوئين ڌڙ جي فالج ٿيڻ ڪري ڇهن ڏينهن جي اندر مري ويندا آهن.

**مرض جي سڃاڻپ:** جيڪڏهن ڪنهن جانور ۾ شڪ پوي ته ان کي ڏهن ڏينهن لاءِ ٻڌي ڇڏجي. ڪاڏو پيتو ڏجيس. جيڪڏهن ان عرصي ۾ ڪاڻ پيئڻ ڇڏي ڏي ۽ ڪمزور ٿي مري وڃي ته اهو جانور چتو سمجهڻ کپي ۽ موت بعد جانور کي اونهيءَ کڏ ۾ دفنائي ڇڏجي. بيماريءَ جي تصديق نشانين ۽ مغز جي هڪ حصي ۾ خوردبين ذريعي ’نيگري باڊيز‘ (Negree Bodies) ڏسڻ سان به ٿيندي آهي.

**علاج:** هيءُ هڪ لا علاج مرض آهي، تنهنڪري جيڪو به جانور چتو ٿي پوي ته ان کي هڪدم مارائي ڇڏجي ۽ جيڪڏهن ڪنهن جانور کي چتو ڪتو چڪ پائي ته ان جي مالڪ کي گهرجي ته هو هڪدم ويجهي جانورن جي اسپتال جي ڊاڪٽر سان صلاح مشورو ڪري ۽ جانور کي هڪدم ٽڪا هڻائي.

هن مرض جي مئل جانور کي خبرداريءَ سان اونهي کڏ ۾ پوري ڇڏجي. مئل جانور ٻين ڪتن کي ڪائڻ نه ڏجي، ڇاڪاڻ ته انهن جي زخمن مان جيوڙو انهن ڪتن کي به بيمار ڪري وجهندو. ڪنهن زخمي ماڻهوءَ کي ان مئل جانور کي هٿ نه لاهڻ گهرجي.

**انسان جو علاج:** جيڪڏهن ڪو انسان چتي ڪتي جي چڪ سبب زخمي ٿيندو آهي ته ان کي Hydrophobia ٿيندي آهي، جنهن به ماڻهوءَ ۾ ان بيماريءَ جون علامتون نظر اچن ته ان کي هڪدم ويجهي صحت مرڪز يا ضلعي اسپتال پهچائي ڪيس وئڪسين لڳرائجي يا ڊاڪٽر جي صلاح سان علاج ڪرائجي.

**چتي جي ڪنڊ:** سنڌو تهذيب جو هي ماڳ نئن گاج جي گهاٽيءَ ۾، تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ ۾ آهي. هي ماڳ سڀ کان اول قديم آثارن جي ماهر اين. جي. مجمدار، ڪاڇي ۾ ماڳن کي ڳولهيندي لڌو هو اهو ماڳ هن 28-1927ع ڌاري ڳولي لڌو هو هي ماڳ نئن گاج جي ڪاهي ڪنڌيءَ تي، روهيل نزگاٽي جي ڪنڊ کان ٻن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي "50 '14 $67^0$ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ "10 '53 $26^0$ اتر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. هتان هٿ آيل ٺڪرائون آمريءَ جي دور جي ٺڪرائي سان ڀيٽي سگهجي ٿو هي ماڳ ڏهن پندرهن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ ڦهليل آهي.

**چِٽَ:** سنڌ ۾ پوک ڪرڻ جا عام طور ٻه طريقا رائج آهن: هڪ چِٽ ۽ ٻيو ويهراج يا وئراج، جنهن کي ’ڪاهه‘ به چيو ويندو آهي. اُهي ٻئي طريقا زمين جي حالت تي دارومدار رکن ٿا. چِٽ جا ٻه نمونا آهن: هڪ ڪورڙ ۽ ٻيو ڳڙٻي. ڪورڙ چِٽ لاءِ وٽ واري زمين کي پاڻي اچڻ کان ٻه مهينا اڳ کيڙي، ٿي هر ڏئي، ناڙيءَ رستي ٻج پوکي يا هٿ سان ڇٽي، تر يا سانهر گهمائي ڍڪي ڇڏبو آهي. هي ٻج وَتَ تي مورجي ويندو آهي. ڳڙٻيءَ جي حالت ۾ زمين کي باقاعدي ڪمائي، ٿي هر ڏئي، زمين ۾ پاڻي ڇڏبو آهي. زمين پاڻيءَ سان پرجي وڃڻ ڪانپوءِ ڪانبا پري، ان ۾ ٻج ڇٽبو آهي. هي طريقو وچولي هيٺاهين زمين لاءِ فائديمند آهي.

شاهبندر جي ڏکڻ ۾ چِٽ جو هڪ ٽيون نمونو به اختيار ڪيو ويندو آهي. آبڪلاٽيءَ جي موسم ۾ انهيءَ حصي واري ايراضي، سيلاب هيٺ اچي، وٺائتي ٿي ويندي آهي. آبڪلاٽيءَ جي خاتمي ڪانپوءِ جڏهن ويريون چڙهنديون آهن ۽ زمين جي ڳچ حصي کي ٻوڙي ڇڏينديون آهن، تڏهن بند ٻڌي انهن ۾ آيل پاڻي روڪيو ويندو آهي. اتي مينهن جا ڌڻ ڇڏيا ويندا آهن، جيڪي زمين کي جهڳوريندا آهن. اها ”جهڳور“ ڪيڙ جو ڪم ڏيندي آهي. ٻج کي ڳوٿين ۾ بند ڪري پاڻيءَ جي ڪڏن ۾ ڇٽن ڏينهن تائين پسڻ لاءِ ڇڏي ڏيندا آهن. پسڻ ڪانپوءِ ان کي سڪل زمين تي پکيڙيندا آهن ۽ ان مٿان تڏا ۽ مٽي رکندا آهن. انهيءَ حالت ۾ ٻج کي چار ڏينهن ٻيا به رکندا آهن. جڏهن ٻج قوت ڪندو آهي. تڏهن ان کي ڌوئي صاف ڪري، تڏن تي پکيڙبو آهي ۽ ٻئي ڏينهن ان کي پاڻي ڏنو ويندو آهي. انهيءَ منزل ڪانپوءِ ئي ٻج پوکڻ جي لائق ٿيندو آهي ۽ زمين ۾ ڇٽيو ويندو آهي. جيستائين ٻج سلو ڪدي، تيستائين پکين کي رات ڏينهن هڪلبو آهي. هن طريقي سان فقط ڳاڙها چانور پوکبا آهن.

**چِٽُ:** مينديءَ جي رسم جي ٿانءَ کي ’چِٽ‘ چئبو آهي. مينديءَ جي رسم ۾ ميندي اڪثر چِٽ ۾ کنئي ويندي آهي. اهل تشيع وارا ستين محرم تي امام حسن عليه السّلام جي فرزند قاسم جي مينديءَ جا به چِٽ ڪڍندا آهن.

**چُنّا:** سنڌ ۽ لسٻيلي جي هڪ اهم سماٽ ذات آهي. جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اصل ۾ سومرا آهن. هنن جو هڪ وڏو تعداد ڏاڙهياري جبل (وارهه). دادو ضلعي ۾ آراضي ڳوٺ جي پرسان. بلوچستان ۽ لسٻيلي ۾ دريجيءَ واري علائقي ۾ رهي ٿو سندن مادري زبان سنڌي آهي. جبل ۾ رهڻ ڪري بلوچي به ڳالهائين ٿا. تاريخي روايتن ۾ آهي ته هي سومرا دودي سومري جو راڄ هئا. دودي سومري ۽ علاؤالدين خلجيءَ ’چغدي‘ جي وچ ۾ جنگ لڳي ۽ دودي جي شهادت بعد ڪي سومرا ميدان مان ڀڄي ويا. تن کي ’چنا‘سڏيو ويو ان کان سواءِ مَهرن، ڏاريجن، چاچڙن ۽ نومڙين ۾ به چُنن جا پاڙا آهن.

ڪوهستان ۾ رهندڙ چُنن جا هيٺيان پاڙا آهن:

پوٽاٽي، ماڙيچا، منااٽي، گنجا، اڏڙ، تورانِي، ڪوري، اوٺماٽي وغيره.

**چتو آخوند:** آخوند چتو ولد غلام جامڙو پنهنجي دؤر جو وڏو عالم ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. راڻيپور جي پرسان جامڙن جي ڳوٺ جو رهاڪو هو. ڪيس فقه جي علم تي ڪافي عبور هو هو راڻيپور جي پير غلام محي الدين شاهه جو استاد ۽ سندس ديني مدرسي جو مهتمم هوندو هو. آخوند چتي جامڙي جو ڪلام ناصحانه قسم جو هو. هن فقه تي ڪافي رسالا لکيا هئا. هن جو تاليف ڪيل ڪتاب ’جنت الفردوس‘ ۾ فقهي مسئلن جي تشريح بابت آهي.

**چتو ٻلال**: ٻلال چُتو رياست بهاولپور ۾ ديري نواب ۾ رهندو هو 1850ع کان اڳ ٿي گذريو آهي. بهاولپور جي نواب صبح صادق جو خاص ماڻهو هو. وڏو شڪاري ۽ توبچي هوندو هو. هرڻ جي شڪار جو وڏو ماهر مڃيو ويندو هو. هن جي شاعري بيتن جي صورت ۾ بهاولپور ۽ سنڌ ۾ مشهور آهي.

**چتو چانڊيو**: تعلقي ميرو خان ضلعي قمبر- شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ رسول بخش چانڊيو ۽ چتوجويو ڳوٺ شامل آهن.

**چتو خليفو درس**: خليفو چتو ولد خليفو محمد قابل پلي (درس)، ڳوٺ سِگهه، تعلقي کپري ضلعي سانگهڙ جو ويٺل هو. هن جو جنم 1275هه/ 1858ع ڌاري ٿيو. خليفو چتو اعليٰ درجي جو خوشخط هو. هندي، اردو، گجراتي، فارسي ۽ عربي ٻولين جي چڱي ڄاڻ رکندو هو. سهروردي مسلڪ ۾ غوث بهاؤالدين ذڪريا جو مُريد ۽ سندس وڏن خليفن مان هو. هن 1338هه بمطابق 1919ع ۾ وفات ڪئي.

**چتوري**: تعلقي هالا ضلعي مٽياريءَ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خدا بخش دل، نبي بخش جلالاڻي، غلام محمد باگراڻي، الهداد زرداري، علي محمد دل، مهرالدين پنجابي، مجنون سانڊ، غلام قادر جمالي ۽ روزي خان ڏومڪي.

**چُتو سيد ۽ ميان چَتو**: 'تحفة الطاهرين' ۾ شيخ محمداعظم بن محمد شفيع ٺٽويءَ لکيو آهي ته: "ٺٽي ۾ مڪليءَ تي تندسر پاڙي ۾ سيد چتو ۽ ميان چتو ٻئي معرفت ۽ ڪرامت جا صاحب ۽ وڏي ڪمال وارا بزرگ هئا. هي ٻئي پاڻ ۾ ننڍپڻ کان ئي دوست ۽ همدرس هئا. پاڻ ۾ محققانه صحبتون ڪندا هئا. ٻئي روزي نماز، شريعت ۽ طريقت جا پابند بزرگ هئا. هنن لاءِ مشهور آهي ته سندن در تان سائل ڪڏهن به خالي نه ويو. روايت آهي ته سيد چتي کان ميان چَتي فيض پرايو جنهن ڪانپوءِ ٻئي ڪڏهن به هڪ ٻئي کان جدا نه ٿيا. هنن ٻنهي بزرگن جو قبرون هڪ ئي هنڌ ابدال عورتن جي پاسي ۾ موجود آهن."

**چُتو عمراڻي**: چتو عمراڻي سيوهڻ جو مشهور بزرگ ٿي گذريو آهي، جنهن بابت 'تذڪره مشاهير سنڌ' ۾ مولانا دين محمد وفائي لکي ٿو ته: درويش چتو سيوستاني پنهنجي وقت جو وڏو عالم ٿي گذريو آهي. چُتو درويش اصل ۾ سنڌ جي راءِ گهراڻي جو امير هو. هيءُ راجا دلوراءِ جو سڳو سؤٽ هو. جيڪو هڪ وڏو ظالم شخص هو. راجا دلوراءِ جي ظلم سبب جڏهن اروڙ جو شهر ويران ٿيو تڏهن هي برهمڻ آباد ۾ اچي رهيو ۽ اتي به راجا دلوراءِ ساڳي روش جاري رکي. درويش فطري طور تي نيڪ طبيعت جو مالڪ هو. ان دور ۾ سنڌ ۾ بنو عباس خاندان جي گورنرن جي حڪومت هئي. انهيءَ دؤر ۾ هيءُ عربستان حج ڪرڻ لاءِ هليو ويو. جڏهن مڪي معظم پهتو ته هڪ پوڙهي عورت کي دڪان تي قرآن پڙهندي ڏسي، اتي ٻيهي تلاوت ٻڌڻ لڳو. قرآن پڙهڻ ڪانپوءِ عورت هن کي چيو ته اي بزرگ! اوهان ڇو ٻيلا آهيو هن چيو ته قرآن جي قرات ٻڌڻ لاءِ احسان ٿيندو اگر اوهان مون کي قرآن سيکاريو عورت جواب ڏنو ته منهنجي استاد منهنجي ڏيءَ آهي، پر اها پرده نشين آهي، اگر توهان چاهين ته زنانو لباس پهري خاموشيءَ سان اچي درس ۾ شامل ٿي. آخر چتو درويش هن عورت جي درس ۾ پهچي ويو. چون ٿا ته اها ڇوڪري علم نجوم کان به واقف هئي ان ڪري کيس خبر پئجي چڪي هئي ته سندس شادي هڪ سنڌيءَ سان ٿيندي، آخر هن جي شادي چُتي درويش سان ٿي ۽ چُتو درويش شاديءَ بعد پنهنجي زال سميت سنڌ واپس آيو.

روايت موجب چُتو درويش جڏهن شهر برهمڻ آباد پهتو تڏهن راجا دلوراءِ هن کي چيو ته پنهنجي زال کيس ڏي، جنهن تي چُتي درويش انڪار ڪيو. چون ٿا راجا دلوراءِ جو اهو رواج هو ته نئين ڪنوار پهرين هن جي حوالي ڪئي ويندي هئي. هڪ ڏينهن چُتو درويش ڪنهن ڪم سبب گهران ٻاهر نڪتو ته راجا دلوراءِ سندس گهر ۾ گهڙي پيو. پر چُتو درويش به اچي پهتو ۽ پنهنجي گهر واريءَ سميت شهر کي ڇڏي کيس بد دعائون ڏيندو ويو ۽ اعلان ڪيائين ته ظالم دلوراءِ جي ظلمن ڪري هي شهر غرق ٿيندو. جنهن کي نڪرڻو آهي سو نڪري ٻاهر ٿئي. چون ٿا ته ڪجهه ڏينهن کان پوءِ اهو شهر زلزلي سبب تباهه ٿي ويو.

درويش چتو حاجي، حافظ ۽ عارف شخص هو. سيوهڻ ۾ چوٿين صدي هجريءَ جي آخر/ يارهين صدي عيسويءَ جي اوائل ۾ وفات ڪيائين.

ڪتاب 'سيوهڻ صدين کان' ۾ خير محمد ٻرڙو ڄاڻائي ٿو ته: "چتو امراڻي (عمراڻي) راءِ گهراڻي جو امير هو. ڪي هن کي سومرا قبيلي جي ٺهيم خاندان مان لکن ٿا. سندس والده جو نالو 'آمره' هو جنهن پٺيان 'آمراڻي' سڏجي ٿو. راجا دلوراءِ سندس مائيٽو ڀاءُ هو. چتو آمراڻي ڪيترين ئي ڪرامتن جو مالڪ هو. چور سندس نالو ٻڌي ڀڄي ويندا هئا. سندس مقبرو سيوهڻ شهر ۾ ڏکڻ طرف، انڊس هاءِ وي تي، ريلوي لائين جي پرسان آهي.

هن جي مقبري تي شاهجهان جي دؤر ۾ سيوهڻ جي حاڪم ديندار شاهه هڪ گنبذ تعمير ڪرايو جنهن تي هيٺيون ڪتبو نصب ٿيل آهي:

بدور شهنشاهه شاهجهان
خديو خرمند صاحبقران
چو خلد برين روضه شاهه چته
بنا ڪرد نواب ديندار خان
ز سال بنايش طلب داشتند
'بهشت بروئي زمين گفت' عثمان
1042هه

**چتو فقير ڪوريجو**: چُتو فقير ڪوريجو ڪلهوڙن جي دور جو مشهور بهادر سپاهي هو ۽ سنڌ جي ڪاڇي واري علائقي جي ڳوٺ ڪوريجي جو ويٺل هو. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي لشڪر جو سپهه سالار به رهيو آهي. سندس قبر ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي قبرستان ۾ آهي.

**چتو لوءِ**: تعلقي خانپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

صاحب ڏنو ٻڊاڻي، شهداد جتوئي، دوست محمد پنهل.

**چتو مهيسر**: ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بچل مهيسر، دلاور سانگي، حسو جتوئي، راهوجا، غلام محمد قناصرو، ڏوڻ، شير محمد بروهي ۽ آندل بروهي.

**ڇٽي:** ڇٽي، اس يا مينهن کان بچاءَ لاءِ تارن ۽ ڪپڙي جو ٺهيل هڪ ڍڪ آهي، جنهن کي وچ ۾ لڪڻ ٿيندو آهي. ڇٽي دنيا جي هر ملڪ ۾ ماڻهو اس ۽ مينهن کان بچاءَ لاءِ استعمال ڪندا آهن. هن ۾ استعمال ٿيندڙ تارون اهڙي ترتيب سان جڙيل هونديون آهن، جو بٽڻ دٻائڻ سان ڇٽي ويڙهجي ويندي آهي.



هن ڇٽيءَ جي طرز تي اڄڪلهه 'پيراشوٽ' تيار ڪيون وڃن ٿيون، جيڪي هواباز ڪنهن به امڪاني حادثي وقت ۽ امدادي ڪمن لاءِ استعمال ڪندا آهن.

- مختلف بزرگن جي مزارن تي ڪاٺ يا سرن جا ڍڪ ٺاهيا ويندا آهن، جن کي به 'ڇٽي' سڏيو ويندو آهي. ڇٽي ڇئن، ڇهن يا اٺن ٿنڀن جي مٿان ڇتيل اڏاوت کي چئبو آهي، جنهن جا سڀ پاسا کُليل هوندا آهن. اندر هڪ يا مٿي قبرون هونديون آهن. ڇٽي گهڻو ڪري پٿر جي بلاڪن يا پڪين سرن مان ٺهيل هوندي آهي. مڪليءَ تي ڪافي تعداد ۾ ڇٽيون ٺهيل آهن.

**ڇُٽي جي ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ دادو ضلعي جي سيتا ڳوٺ پرسان واقع آهي. هن ڍنڍ ۾ ڪيترن قسمن جون مڇيون هونديون هيون ۽ پکي به جام ايندو هو. پر پاڻيءَ جي کوٽ سبب اڄڪلهه هيءَ ڍنڍ سُڪي ختم ٿي وئي آهي.

**ڇُٽي عمراڻيءَ جو مقبرو:** هي مقبرو سيوهڻ شهر ۾ ڏکڻ اولهه طرف، انڊس هاءِ وي تي موجود آهي، جنهن کي سيوهڻ ۾ مغلن پاران گورنر دينار خان، سال 1039 هجريءَ ۾ جوڙايو هو. ان جو لنگهه اتر کان آهي. مقبري جو ايوان اتر ۾ آهي ۽ ان جي اولهه ۾ هڪ مسجد آهي. مسجد جي مهاڙيءَ تي



پوري پٿر تي ڪتبا اڪريل آهن. ايوان ۾ ڪاشيءَ جون سرون (Turquoise blue) ۽ عام سرون استعمال ڪيون ويون هيون، پر هاڻي (2011ع) ان ۾ ٽائيلون لڳرايون ويون آهن. مهاڙيءَ جي افقي ماپ "41'.7، ونگ جي اوچائي 21.8 فوٽ ۽ ونگ جي اونهائي "16'.5 آهي. مقبرو چورس تعمير ٿيل آهي، جنهن جي ماپ "20'.4"x20'.4 آهي ۽ ان جي دروازي جي ماپ ٻاهران 5 فوٽ، در جو فريم "4'.4 ۽ چوڪاٺو "3'.9 فوٽ. مقبري جي مٿان گنبذ آهي ۽ مهاڙيءَ جي مٿان اڌ گنبذ آهي. مٿي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ آهي. جيڪا داخلا واري گهٽيءَ ۾ ڏکڻ پاسي آهي، جنهن جي اندران اندر ماپ 2.2/2 آهي.

**ڇنيهه لکڻو:** هي سنڌي ٻوليءَ جو مشهور صفتي خطاب آهي، جيڪو ٻهراڙيءَ ۾ اڪثر مائرون اولاد لاءِ ۽ عام ماڻهو ڪنهن سلڇڻي ماڻهوءَ لاءِ ڪم آڻيندا آهن. هي لفظ صفت طور ماڻهوءَ جي ماڻهپي جي ڪٿ لاءِ ڪتب ايندو آهي. جامع سنڌي لغت ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هن لفظ جي معنيٰ 'لڇڻ وارو ۽ سلڇڻو' ڏني آهي. اڄ به ٻهراڙيءَ ۾ 'لڇڻ' کي 'لکڻ' چئبو آهي. جيڪو سنسڪرت ۾ 'لڪشڻ' آهي. ان ڪري نيڪ، بختاور ۽ گهڻين خوبين جي مالڪ شخصيت کي ڇنيهه لکڻو چوندا آهن. ڇنيهه لکڻي جي لفظي معنيٰ ڇنيهن قسمن جون خوبيون رکڻ وارو شخص آهي.

**ڇَٽ:** ڇٽ. وڪرمي مهينن جي ڇهين تٿ/ تاريخ کي چئبو آهي. ان تٿ تي هندو، نانگن جي ديوتا 'گوگي' ڇهواڻ جي پوڄا ڪندا آهن.

**ڇَٽي (رسم):** ٻار ڄمڻ کان ڇهين ڏينهن، ٻار جي ڇٽي ڪبي آهي. ڇٽيءَ جي رات اوڙي پاڙي جي عزيزن ۽ نياڻين کي سڏيو ويندو آهي. منگتا فقير ٻار (خاص ڪري پٽ جي ڄمڻ تي) جي ڄمڻ واري ڏينهن کان ڍُهل وڄائيندا ۽ مرادون گهُرندا آهن. ڪين ڇٽيءَ واري رات لاڳ ملڻ جي وڏي اميد هوندي آهي. ڇٽي ڌيءَ توڙي پٽ، ٻنهي جي ٿيندي آهي. ان موقعي تي پاڙي جون زالون گڏجي سهرا ڳائينديون آهن. ڇٽيءَ جي رات ڳوٺن ۾ ڪٽي ڪٽي ملو پٽ به رڌو ويندو آهي، جنهن کي 'مٺي پٽ جو ڪنو' به چوندا آهن. بلوچ ۽ سماٽ ذاتين ۾ ڪٽڪ جي ڏاري ۾ ڳڙ وجهي ڇٽيءَ جو پٽ رڌو ويندو هو جيڪو ڪن هنڌن تي اڄ به رائج آهي. سنڌ جي مختلف ذاتين وارا ڇٽيءَ جي پٽ مان بادشاهه پير کي ختمو به ڏيارين. چانڊيا قبيلي ۾ پٽ جي ڇٽيءَ تي ٺڪري پٽ ۽ ڌيءَ جي ڇٽيءَ تي ڪونڊو پٽ رڌو ويندو آهي.

ڇٽيءَ جي سوئڻن مهل پنج يا ست زالون گڏجي ڇٽيءَ جا ڳيچ ڳائينديون آهن. گهڻو ڪري سڄي رات ڳيچن ڳائڻ ۽ سونڻن ۾ گذارينديون آهن. ڪن ذاتين ۾ رواج آهي ته ڇٽيءَ واري رات ٻار ۽ ماءُ واري کٽ جي ڇئني پاون سان هڪ هڪ ڪانوڪڙو ڪبو آهي ۽ هر هڪ ڪاني جي پرسان هڪ چوڪريءَ کي ڳڙ يا مٺائي ڏئي ويهاربو آهي. ان کان پوءِ زالون انهن ڪانن جي چوڌاري سڳا ويڙهڻ شروع ڪنديون آهن. جڏهن ست تندا پورا ٿيندا آهن، تڏهن هڪ عورت آيت الڪرسي پڙهي کٽ تي دم ڪندي آهي. هي رواج ڦرڙن، ٿيٻن، ميمڻن، ڪلهوڙن، مرين ۽ خشڪن ۾ عام آهي. ڇٽيءَ جي موقعي تي ٻار کي نوان ڪپڙا ۽ ڳانا پارائبا آهن. اڪثر ٻارن ۾ سٺن لڇڻن پيدا ٿيڻ جي مقصد سان ان رات سنڌس سيرانديءَ کان شاهه جو رسالو سکيي ۽ مالدار ٿيڻ لاءِ خاطر سون ۽ پئسا به رکندا آهن. ڪي عورتون ٻارن کي ڪاري سُٽ جا سڳا (ڳانا) جنگهن ۽ ٻانهن ۾ به ٻڌنديون آهن ۽ هڪ ڳاني ۾ چانديءَ جو ويڙهه، چلو ۽ مٽيو وجهي ٻار جي ڳچيءَ ۾ وجهنديون آهن. ان کان پوءِ ڊڪٽيءَ ۾ ڪير پري، ٻار جي سيرانديءَ کان رکبو آهي ۽ چونديون آهن ته: "مائي ياڳ پري، چڱو ياڳ لڪجانس." ان موقعي تي دائي هيٺيون سٽون ورجائيندي آهي:

آيت الڪرسي، ڪڇ ۾ ڪمان،
لوهه جي ڪنجي، رڪ جو ڪوٽ،
يا الله! تنهنجي اوٽ، تنهنجي ڪوٽ.

ڇَپائِي

اتر سنڌ ۾ ڇٺيءَ وقت آيل مائٽ اُن کير ۾ آڱر ٻوڙي ٻار جي نرڙ تي کير جو ڦڙو لڳائي سندس رکيل نالو اُچاري دعا ڪندا ويندا آهن. ڇٺيءَ جي رات ڏاڏنگ توڙي نانگ ڪان سيئي مائٽ گڏ ٿيندا آهن ۽ ٻار کي هنج ۾ کڻي ڇٺيءَ جي رسم پوري ڪندا آهن.

سنڌ ۾ ڪن هنڌن تي 'يا علي تنهنجي اوٽ، تنهنجي ڪوٽ' سِٽ به ورجائي ويندي آهي. جدا جدا قبيلن ۾ ڇٺيءَ جون مختلف رسمون آهن، جيئن ٺٽي ۾ ٻار ڄمڻ جي ڇهين ڏينهن ڇٺي وڏي ڌوم ڌام سان ڪئي ويندي آهي. ڪن ذاتين ۾ ڇٺيءَ ۾ ڳاڙهو رئو ٻار جي پينگهي مٿان وڌو ويندو آهي. ڇٺيءَ جي ڏينهن ٻار کي وهنجاري نوان ڪپڙا پهرايا ويندا آهن. ٻار جي ماءُ به مٿو ڌوئي نوان ڪپڙا پهريندي آهي، ڪي انهيءَ ڇٺيءَ ۾ عقيقو به ڪري ڇڏيندا آهن ۽ ڪي وري ٿورو دير سان چاليهن ڏينهن اندر عقيقي طور ڪنهن جانور جي قرباني ڪندا آهن. ڇٺيءَ ۾ ناناڻن پاران ٻارڙي لاءِ سوني منڊي چار يا پنج وڳا، رلڪا، وغيره ڏنا ويندا آهن ۽ ٻار جي ماءُ کي به هڪ ٻه وڳا ۽ ٻيو ڪجهه ڇِڄت آهر ڏيندا آهن. ٻار جي ماءُ کي ڇٺيءَ ۾ هر ڇهري يا مٺي شيءِ ڪارائيندا آهن ته جيئن پوءِ ٻار کي ڪا تڪليف نه ٿئي. سنڌ اندر هندو توڙي مسلمان هيءَ رسم ڪن معمولي سائن سوڻن جي فرق سان ساڳيءَ ريت ملهائيندا آهن. هندو ڄمڻ کان ڇهين ڏينهن ٻار جي مٿي کان هڪ ٿالهيءَ ۾ مس قلم، ڏهي ۽ کير وجهي رکندا آهن. سندن عقيدو آهي ته وڌاتا ٻار جو ڀاڳ لکي ويندو. اڪثر هندو، جوتشيءَ يا ٻانڀڻ کان ويلا وٺائي، جنم پتري ٺهرائيندا آهن، جنهن کانپوءِ اهو جوتشي ٻار جا گرهه گوچر ۽ آئينده مستقبل ٻڌائيندو آهي ۽ نالو رکندو آهي. اهڙي قسم جو رواج عام مسلمانن ۾ به آهي ۽ هو ٻار جي سيرانديءَ کان قرآن شريف، ڪاغذ ۽ مس رکندا ته مائي ڇٺي اچي ٻار جو نصيب لکي ويندي. (پر ان جو واسطو هرو ڀرو اسلامي تعليقات سان نه آهي.)

**ڇپائي** (Printing): اڄ کان صديون اڳ، جڏهن عام ماڻهن ۾ لکڻ پڙهڻ جو ڪو منظم سلسلو ڪونه هو، تڏهن اُهي ڪاٺ جي تختين تي يا غارن ۽ گفائن جي پٿرن تي ڪي شڪليون ۽ تصويرون اُڪيري ڇڏيندا هئا. اهي هڪ قسم جي تصويري لکت جو نمونو چئي سگهجي ٿو. ان کانپوءِ ٺِڪر



جي ٺِڪين (مهرن) تي لکت وجود ۾ آئي، جيڪا اٽڪل چار هزار ق. م قديم چئي وڃي ٿي. اڄ به لنڊن جي عجائب گهر ۾ اهڙيون هزارين تختيون رکيل آهن، جن کي سنڌو لکت واريون تختيون يا مهرون چيو وڃي ٿو.

باقاعدي اشاعت ۽ طباعت (ڇپائيءَ) جو آغاز سترهين صديءَ جي آخر ڌاري چيو وڃي ٿو ۽ هن وقت دنيا ۾ معلومات جا وسيع ذريعا پيدا ٿيا آهن، پرنٽ ٽيڪنالاجيءَ ۾ اضافو ٿيو آهي، جنهن جو گهڻو حصو گرافڪس آرٽ، ٽائپوگرافيءَ ۽ ليٿوگرافيءَ تي مشتمل آهي.

ڇپائيءَ جي فن جي ايجاد کان اڳ، ڪتاب مهانگا هوندا هئا، جيڪي دولتمند خريد ڪري سگهندا هئا. ڇپائيءَ جي ايجاد علم ادب، فڪر ۽ تدبر کي ترقي ڏياري آهي، ان ڪري هيءَ ايجاد انسانذات جي ٻين سمورين ايجادن کان وڌيڪ اهميت واري ليکي وڃي ٿي. باوجود ان جي ڇپائي اول يورپ ۾ ٿي يا چين ۾، ان جو اندازو نه لڳايو ويو آهي.



برصغير هند- پاڪ ۾ فن طباعت (ڇپائيءَ جو هنر) ارڙهين صديءَ جي آخر ۾ پرورچوگيزن متعارف ڪرايو ۽ پهريون ڇاپ خانو بمبئيءَ وِيجهو گووا ۾ لڳايو ويو هو، جيڪو پرتگال جي بادشاهه تحفي طور ڏنو هو. ان کانپوءِ 1798ع ۾ هڪ انگريزي ڇاپ خانو عيسائي مبلغن ڪلڪتي ويجهو سيراب پور ۾ لڳايو هو. هڪ سال جي اندر 1799ع جي آخر تائين باقاعدي ٽائپ فائونڊيريءَ به ڪم شروع ڪري ڏنو، جنهن ۾ انگريزي کانسواءِ ڪجهه هندستاني زبانون مثلاً: بنگالي، تيلگو، تامل وغيره به ٽائيپ ٺهڻ لڳيون.

1800ع ۾ ڪلڪتي جي فورٽ وليم ڪاليج ڪنهن حد تائين اردو ٽائيپ ٺاهڻ ۾ ڪاميابي ماڻي، جيڪو 'نستعليق رسم الخط' جي ويجهو هو، پر هن رسم الخط ۾ صرف ڪاليج جا درسي ڪتاب ئي شايع ڪيا ويندا هئا. 1845ع ۾ جڏهن ڪاليج بند ٿيو ته اهڙي ڇپائي به ختم ٿي وئي.

ارڙهين صديءَ جي چوٿين ڏهاڪي ۾ ليٿوگرافيءَ جو ڪم شروع ٿيو، جنهن کي اردو ڪتابن جي طباعت لاءِ ڪتب آندو ويو. ليٿوگرافيءَ جي تڪڙي مقبوليت جو سبب هيءُ هو ته ڪتابت خالص 'نستعليق' خط ۾ ٿيندي هئي. پوءِ ڪتابت ٿيل مواد کي ڪيميائي عمل سان پٿر جي پليٽ تي منتقل ڪيو ويندو هو. هٿ سان ٽائيپ جي اکرن کي ڄمائڻ جي مقابلي ۾ هيءُ نئون طريقو تيز رفتار ۽ سستو به هو. 1850ع تائين پوري برصغير ۾ اردوءَ کان سواءِ ٻين سمورين زبانن ۾ ڪتاب ۽ رسالا ٽائيپ ٿيندا هئا. صرف اردو ڪتابن ۽ رسالن جي طباعت ليٿوگرافيءَ ۾ ٿي رهي هئي. انگريزي ڇاپخانن کانپوءِ اردو ليٿوگرافيءَ جي ڇاپخانن ۾ تمام گهڻي واڌ ٿي.

آهستي آهستي هن ڪرت باقاعدي هڪ مڪمل صنعت جو درجو حاصل ڪري ورتو. آگسٽ 1947ع ۾ پاڪستان جي قيام وقت سنڌ ۾ ڪجھ ننڍا ننڍا ڇاپ خانا هئا، جن ۾ پراڻيون مشينون هلي رهيون هيون. ڪجھ ڇاپخانا صرف هڪ مشين واري پرنٽنگ شاپ کان وڌيڪ حيثيت نہ رکندا هئا. شروع ۾ هر قسم جي ڇپائي 'ليٽر پريس' تي ٿيندي هئي. ڪجھ ليٿوگرافڪ پريسون بہ هيون، جن ۾ پٿر ۽ زنڪ جون پليٽون استعمال ٿينديون هيون، جن ذريعي هڪ ئي وقت هڪ ئي رنگ جي طباعت ٿي سگھندي هئي، فوٽو آفسٽ مشين ڪا نہ هئي، ڇپائيءَ کان اڳ جا فن ڊزائننگ، ٽائيپ سيٽنگ، رنگ آميزيءَ ۽ پليٽ سازي وغيره جا هنرمند بہ نہ هئا.



روايتي طريقي سان ڇپائيءَ جو ڪم سُست رفتار هو. ان ڪري هڪ وقت ۾ اخبار جا ٻہ صفحا فليٽ پيپر تي 2000 ڊاب في ڪلاڪ جي رفتار سان ڇپجي سگھندا هئا.

اڳتي هلي سيني ملڪن ۾ ڇپائيءَ جي فن ۽ سائنس ترقي ڪري جديد ترين ٽيڪنالاجيءَ جي صورت اختيار ڪري ورتي. ان کان پوءِ پاڪستان ۾ بہ طباعت، صنعت جي حيثيت اختيار ڪري ورتي. ترقي پسند پبلشرن وقت جي چئلينج کي قبول ڪيو ۽ جديد ماڊل جون پرنٽنگ مشينون گھرايون، انھن خود بہ اعليٰ مهارت ۽ تربيت حاصل ڪئي ۽ ڪارڪنن کي بہ ملڪ ۽ ترقي يافتہ ملڪن ۾ اعليٰ فني تربيت ڏيارڻ جو بندوبست ڪيو.



پھرئين ڏهاڪي ۾ حڪومت جي آزاد درآمدي پاليسي ۽ پاڪستاني سڪي جي مستحڪم مالي حيثيت سبب ملڪ ۾ مجموعي طور صنعتي شعبي ۾ ترقي ٿي. جنھن ۾ ڇپائي ۽ گرافڪس آرٽ جي صنعت بہ شامل هئي، جن سيڪيورٽي پرنٽنگ ۽ پيڪنگ جا شعبا قابل ذڪر هئا. ابتدائي سالن ۾ 'پاڪستاني سيڪيورٽي پرنٽنگ پريس' جو ادارو هڪ غير ملڪي فورم جي تعاون سان قائم ٿيو جتي ڪرنسي نوٽ، پوسٽ جون ٽڪليون، روينيو جون ٽڪليون، عدالتي اسٽامپ پيپر ۽ ٻيا سرڪاري دستاويز ڇاپڻ جو انتظام ڪيو ويو. ان سان گڏ خاص ڪاغذ ٺاهڻ جو هڪ خاص ڪارخانو بہ قائم ٿيو.

1956ع ۾ هڪ دورانديش صنعتڪار هڪ ملٽي نيشنل ڪمپنيءَ سان گڏ شراڪت جي بنياد تي هن شعبي ۾ داخل ٿيو ۽ وسيع پئماني تي هڪ 'پيڪيجز لميٽيڊ' لاهور ۾ قائم ڪيائين. ان کانپوءِ ڪاغذ جي ڪارخاني ۽ هڪ بورڊ مل جو بہ اضافو ٿيو. 1964ع ۾ جپان کانپوءِ پاڪستان ٻيو ملڪ هو جنھن 'ڪلر اسڪينر' درآمد ڪيو ۽ هتي نئين معيار جي رنگين ڇپائي ٿيڻ لڳي. 1984ع ۾ ڪلر اسڪيننگ واپاري بنيادن تي شروع ٿي وئي، جنھنڪري هڪ ئي وقت چئن رنگن ۾ ڇپائيءَ جو ڪم شروع ٿيو ۽ اهڙيءَ ريت اخبارن، رسالن ۽ اشتهارن وغيره جي ڇپائي وڏي صنعت جو روپ اختيار ڪري ورتو. جلد سازي بہ ڇپائيءَ جي صنعت جو هڪ لازمي جزو آهي. پھرين صرف ڌاڳي واري هٿ جي سادي جلد بندي ٿيندي هئي، هاڻي اڪثر پريسن سان گڏ بائيڊنگ جون آٽوميٽڪ مشينون نصب ٿي ويون آهن، جن ۾ ڊائي ڪٽنگ، جزبندي سلائي يا بغير ڌاڳي جي گم بائيڊنگ ۽ ڪٽائيءَ ڪرڻ جو ڪم تيز رفتاريءَ سان ٿيندو آهي. اڄڪلھ گم بائيڊنگ وارن پيپرن ذريعي هڪ ئي وقت ۾ ڪتاب جون چار هزار ڪاپيون هڪ ڪلاڪ ۾ تيار ٿي سگھن ٿيون.

ڪاغذ ۽ مس بہ ڇپائيءَ جي صنعت جا ٻہ اهم جزا آهن. اخباري ڪاغذ (نيوز پرنٽ) جو ڪارخانو اڃا قائم نہ ٿيو آهي. مَس ٺاهڻ جا ڪارخانا قائم ٿيا آهن پر اعليٰ ڪوالٽيءَ جو مَسون جپان ۽ ٻين ملڪن کان درآمد ٿين



ٿيون. پاڪستان ٺهڻ وقت اخبارن جي ڇپائي في ڪلاڪ ٻہ هزار ڊاب جي رفتار سان ٿيندي هئي، پر هينئر تيز رفتار مشينن تي هڪ ئي وقت ۾ 24 صفحن جي رنگين ڇپائي في ڪلاڪ 25 هزار ڊاب جي رفتار سان ٿي رهي آهي. قيام پاڪستان جي وقت اخبارن رسالن ۽ ڪتابن جي اشاعت ۽ طباعت ڪاتبن جي محتاج هئي. 1980ع ۾ 'نوري نستعليق' جي ڪمپيوٽر تي ڪتابت ڪرڻ جي طريقي ايجاد ٿيڻ سان ڇپائيءَ جي صنعت وڏي ترقي ڪئي آهي.

سنڌيءَ ۾ ڇپائيءَ جو آغاز بہ ورهاڱي کان گھڻو اڳ ٿيو هو. بلڪ 1870ع کانپوءِ ڪجھ سرڪاري ڪتاب، لغتون وغيره ڇپيون هيون. تحريڪ آزاديءَ دوران ڪافي مواد سنڌيءَ ۾ ڇپيو. شڪارپور جي پوکر داس پرنٽر (ڏسو: پوکرداس، جلد ٽيون) سوَن جي تعداد ۾ ڪتاب ۽ اخباري مواد ڇپائي، منظر عام تي آڻيندو

رهيو. اڄڪلهه ڪمپيوٽر جي جديد ٽيڪنالاجيءَ وسيلي سنڌيءَ ۾ ڇپائيءَ لاءِ لفظن جا ڪيترا 'فونٽ' ۽ لکت جا گهاڙيٽا تيار ٿي چڪا آهن. ناليواري ڪمپيوٽر ماهر ماجد ڀرڳڙي، اياز شاهه ۽ ٻين ان ڏس ۾ قابل تحسين ڪم ڪيو آهي. ان سبب ڇپائيءَ جي جديد تقاضائن واري ميدان ۾ سنڌي ٻولي ڪافي سگهاري ٿي چڪي آهي. هن وقت ڪمپيوٽر تي سنڌي ٽائيپنگ ۽ ڪمپوزنگ کان پوءِ ڇپائيءَ جي صنعت بي پناهه ترقي ڪئي آهي.

سنڌ ۾ ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد ڇپائيءَ جا وڏا مرڪز آهن، جڏهن ته سنڌ جي سکر، لاڙڪاڻي وغيره شهرن ۾ به ننڍي پئماني تي ڇپائي ٿيندي آهي. پاڪستان ۾ ڇپائيءَ جو وڏي ۾ وڏو مرڪز لاهور شهر آهي.

**ڇپر**: سنڌيءَ ۾ اک جي مٿئين پردي کي ڇپر چئبو آهي. اکين کي ڦيرائيندڙ گهيرائيندڙ مشڪن جو هڪ ڇيڙو ٻاهر نڪري، ڇپر (Eye Lids) سڏجي ٿو.



ڇپرن جو ڪم اکين جي بچاءَ ۽ پگهر کان تحفظ آهي. ڇپر اکين کي مٽيءَ ۽ دز کان محفوظ ڪن ٿا ۽ گهڻي قدر روشني ۽ خطري جي حالت ۾ بند ٿي اکين کي ڍَڪي ڇڏين ٿا. شاهه لطيف به اکين جي ڇپر کي تمثيل طور بيتن ۾ استعمال ڪيو آهي.

**ڇپر**: ٽوڙين، ٿنين تي بيٺل ڪکائين ڇت واري اجهي کي ڇپر چئبو آهي، جنهن کي وچ مان ڪاٺ ڏنل هوندي آهي، جيڪا جنڊن تي رکيل هوندي آهي. ڇپر سرجي لڙهين، لئيءَ يا مانجهاندڙيءَ جي ڇجرن ۽ سرن ۽ ڪانهن سان جوڙيو ويندو آهي. هڪڙا ڇپر عام ٿين ٿا، خاص ڇپرن جا ڇپرا چوڪڙين ۽ ٻارين تي ٺاهيا ويندا آهن، جن ۾ وچين ڪام سان گڏ پوري وچ تي لاٽڻ به ڏني ويندي آهي.

**ڇپر جا سونهان** (ڪتاب): 'ڇپر جا سونهان' ڪتاب، نامور صحافي ۽ اديب فقير محمد لاشاريءَ جي 'شخصيت ۽ چونڊ لکڻين' بابت، سنڌيڪا اڪيڊميءَ




جي سربراهه ۽ اديب نور احمد ميمڻ سهيڙيو آهي. هي ڪتاب ٽن حصن تي مشتمل آهي: (1) شخصيت، (2) چونڊ مضمون، ۽ (3) چونڊ اداريا. پهرئين حصي ۾ فقير محمد لاشاريءَ جي لاڏاڻي کان پوءِ سندس شخصيت تي رئوف نظاماڻي، علي احمد بروهي، حسين شاهه راشدي، صادق ٻرڙدي، سليم چنا، نصير سارنگ، مرتضيٰ لاشاري، نصرت لاشاريءَ جا مضمون ۽ فقير محمد جي تڏي تي گاجي کهاوڙ ۾ رکيل ٽاٽراٽي نوٽبڪ تان تاثرات ڏنا ويا آهن. ٻئي حصي ۾ فقير محمد لاشاريءَ جا چونڊ مضمون ڏنا ويا آهن، جن ۾ عوام جو احترام ۽ عوام جي طاقت، سنڌي معاشرو- اڄ ۽ سڀاڻي، سنڌ جا سور ۽ اديب جو ڪردار، صحافت- منصب ۽ حالت، رياستي دهشتگردي ۽ انساني حق، ڪامورا يا نوڪر، اڄ جو زمانو ۽ شاهه لطيف، سنڌ ۾ شاگرد سوال- هڪ نظر ۽ ٻيا مضمون شامل آهن. ٽئين حصي ۾ فقير محمد لاشاريءَ جا روزاني عوامي آواز ۽ روزاني جاڳو ۾ لکيل اداريا شامل آهن.

ڊيمي سائيز جي 294 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب جولاءِ 1994ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچيءَ ڇاپيو آهي ۽ ان جي قيمت 100 روپيا آهي.

**ڇپر جي ڇولي** (ڪتاب): لطيفيات جي موضوع تي هي تحرير ۽ تحقيق




انب گوپانگ جي آهي. ڪتاب جي نگراني ۽ نظرثاني نامور ليکڪا ۽ اسڪالر ڊاڪٽر فهميده حسين ڪئي آهي. هن ڪتاب ۾ شاهه جي ڪلام ۾ سُر سسئيءَ واري قصي ۾ ڪتب آندل اصطلاحن، فڪري نقطن، لفظن، پهاڪن، چوڻين وغيره جي تشريح ڪئي وئي آهي ۽ انهن پهلوئن کي مدنظر رکي، انهن جو پسمنظر به بيان ڪيو ويو آهي. لطيفيات جي موضوع تي هن منفرد نموني جي تحقيق وارو ڪتاب پڪي جلد سان ۽ ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل آهي، جنهن ۾ 291 صفحا آهن. هيءُ ڪتاب شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي 1999ع ۾ شايع ڪيو ۽ ان جي قيمت 150 روپيا آهي.

**ڇپر ڪين ڏي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌي ادب جي مشهور ليکڪا ج. ع. منگهاڻيءَ جي تحقيق تي مبني آهي، جنهن ۾ شاهه لطيف جي ٻوليءَ




تي مختلف عالمن پاران ڪيل تحقيق ۽ انهن جو ڪڍيل نتيجن تي اختلافن جي نشاندهي ڪري، نوان نتيجا مثالن سان ڏنا ويا آهن. هيءُ ڪتاب لطيف شناسيءَ جي ميدان ۾ وڏي اهميت وارو ڪتاب آهي. هن ڪتاب جي ليکڪا جو تعلق جيئن ته ڪوهستاني لهجو ڳالهائيندڙ علائقي سان آهي ۽ لطيف سائينءَ جي رسالي ۾ به هن لهجي کي چڱي جاءِ مليل آهي. ان ڪري ڪيترن لفظن جي مختلف محققن جي ڏنل معنائن سان اختلاف ڏيکاريو آهي. هن ڪتاب جو ناشر نوٽ سنڌي ادب جي نامياري ليکڪا ۽ اسڪالر ڊاڪٽر فهميده حسين لکيو آهي. مهاڳ ۾ ڪتاب جي اهميت کي چڱيءَ ريت اُجاگر ڪيو ويو آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچيءَ جي هن ڊيمي سائيز ۾ ڇپايل ڪتاب ۾ 219 صفحا آهن. هي ڪتاب مئي 2002ع ۾ شايع ٿيو ۽ ان جي قيمت 150 روپيا آهي.

**چپر ڪٽ**: هيءَ ڪٽ جو هڪ خاص قسم آهي. هيءَ ڪٽ خاص طور گهوٽ ڪنوار لاءِ تيار ڪرائي ويندي آهي، جنهن تي سهڻي نموني چٽسالي ٿيل ۽ جهاپا جهُوڙا لڳل هوندا آهن. ميرن جي دؤر ۾ حاڪمن تونڙي ڀين شاهي گهراڻن ۾ هيءَ ڪٽ استعمال عام ڪئي ويندي هئي ۽ اڄ به ڪٿي ڪٿي استعمال ٿئي ٿي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جامع سنڌي لغات ۾ هن ڪٽ کي 'وڏي ڪٽ' ڪوٺيو آهي. شاهه لطيف جي رسالي ۾ پڻ 'چپر ڪٽ' جو ذڪر آيل آهي:

چپُون چَپر ڪَٽَ، پَهَڻَ پٽراٽيون پانئيان،
سَيڻَنِ جي سَهَٽَ، ڏونگر ڏولي آهيان.

**چپر ۾ چڙيون (ڪتاب)**: هيءَ ڪتاب مخدوم محمد زمان طالب المولى جي شاعريءَ تي مشتمل آهي. جنهن تي مهاڳ خود مخدوم صاحب لکيو آهي، جڏهن ته تفصيلي مقدمو ناميارا اديب اسدالله بيخود حسينيءَ لکيو آهي، جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي ته: "هن مجموعي کي موضوعن جي لحاظ کان مختلف بابن ۾ ورهايو ويو آهي. ڏٿي سگهوري جي واڪاڻ ۽ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي ساراهه سان بيت توڙي ڪافيون شروع ڪيون ويون آهن ۽ پڇاڙي وڃي حقيقت تائين منزل رسي آهي." هن مقدمي ۾ مخدوم صاحب جي ادبي خدمتن تي تفصيلي بحث سان گڏ سندن شاعريءَ جي هر پهلوءَ تي جامع بحث ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سال 1971ع ۾، ٻيو ڇاپو سال 1990ع ۽ ٽيون ڇاپو سيپٽمبر 2004ع ڌاري سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جو هيءَ ڪتاب 424 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 170 روپيا آهي.




**چپري**: چپري هڪ قسم جي ٻوٽي آهي، جيڪا ڄابلو علائقي ۽ ٿر ۾ تمام گهڻي ٿئي ٿي. هيءَ ٻوٽي ول وانگر زمين ۾ چٽ هڻندي آهي ۽ ان ۾ ٿورا ڪنڊا به ٿيندا آهن. هيءَ ول دوا طور ڪم ايندي آهي. ٻوٽيءَ جي سنهڙين شاخن مان ڪير جهڙي اڇي رَس نڪرندي آهي.

- وڏن ڪنن واري رڍ جو هڪ قسم به چپري سڏجي ٿو.
- چپري، ننڍي چپر کي به چئبو آهي، جيڪا لوڙهين ۽ وچ ۾ ڏنل ڏڪن تي بيٺل هوندي آهي ۽ ان جي سرن، ڪانهن، ڪپ وغيره جي ٻوڙن سان ٺهيل هوندي آهي.

**چپنو**: وڪرمي سنبت 1956/ 1899ع ڌاري آيل ڀيانڪ ڏڪار کي سنڌ ۽ راجستان ۾ 'چپنو ڏڪار' چون ٿا، جنهن سال سنڌ جي ٿر ۽ راجستان جي ريگستاني علائقي ۾ پاڻيءَ ۽ برسات جي کوٽ سبب زبردست ڏڪار جي ڪري تمام گهڻو مال مئو هو ۽ ماڻهن نهايت ڪسمپرسيءَ ۽ بڪ وارين حالتن ۾ زندگي گذاري هئي.

چپني ڏُڪار بابت هڪ ڪهاوت مشهور آهي ته:

گهر گهر ٻڪري، گهر گهر اونٺ،
چپنو ڦري گيو چارئي ڪونٺ.

**چپيل سنڌي ڪتابن جي ببليوگرافي (ڪتاب)**: هي چپيل سنڌي ڪتابن جي ببليوگرافيءَ جو ڪتاب آهي، جيڪو 1973ع کان 1979ع تائين جي ڇپيل سنڌي ڪتابن تي مشتمل آهي، جنهن ۾ ڪتابن جو مختصر تعارف به شامل آهي. هن ڪتاب ۾ ڄاڻايل ڪتاب مختلف موضوعن: فلسفي، مذهب، سماجي اڀياس، لسانيات، طبعي سائنس، عملي سائنس، فنون لطيفه، علم ادب ۽ تاريخ وغيره تي مشتمل آهن. هن ڪتاب جي ببليوگرافي نوجوان اديب مرحوم مانڌڻي اوٺي ترتيب ڏني هئي. ان وقت انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جو ڊائريڪٽر ڊاڪٽر غلام علي الانا هو. ڪچي جلد سان، ڊيمي سائيز جو هيءَ ڪتاب 85 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 30 روپيا آهي.




**ڇڄ (Winnower)**: ڇڄ، مختلف قسمن جا اناج ڇنڊڻ صاف ڪرڻ لاءِ گهرن ۾ استعمال ٿيندو آهي. ڇڄ سرڪي تيلين مان ٺهندو آهي، جنهن کي لاڙ ۾ سُپ به چوندا آهن.



ڇڄ عام طور اٽڪل هڪ فوٽ جي پٽ ۽ سوا فوٽ مهاڙيءَ ۽ ايتري ئي ڊيگهه وارو ٿيندو آهي، جنهن جي پٺئين ۽ سوڙهي پاسي اٽڪل 4 انچ اُڀي ڪوني ڪنڌ تي جهل هوندي آهي، جيڪا صاف ٿيندڙ اَن کي پوئتي هارجڻ کان روڪيندي آهي. ڇڄ جو اڳيون ۽ ويڪرو حصو ٿورو لڪدار ٿيندا آهن. ان ڪري اُن جا پاسا ٿورا مُڙيل ٿيندا آهن. جنهنڪري پاسن کان اَن هارجڻ جو امڪان نه هوندو آهي. ڇڄن جون تيليون هڪٻئي سان جُڙيل رکڻ لاءِ چمڙي جي سنهي کهيءَ سان وراڪيل هونديون آهن. اڄڪلهه هي ڪم نائلون وغيره جي تندن سان به ڪيو وڃي ٿو ۽ پٽ واري اُڀي ڪناريءَ ۽ مُنهن واري ڪناريءَ تي گهڻو ڪري ڪپڙو هنيو ويندو آهي ته جيئن ڪلي نه پون.

**ڇڄ جو استعمال**: اڻ صاف اَن جو مناسب مقدار ڇڄ ۾ وجهي، ان کي ٻنهي پاسن کان (آڱريون ٻاهران، آڱوٺو اندران) هٿن ۾ جهلي، ساڄي ڪاٻي به چار لوڏا ڏبا ۽ پوءِ هڪ ڀيرو ان کي مٿي هوا ۾ اُڇل ڏبي، جنهن سان هلڪو ڪچرو ڇنڊڪي سان ڪناري تي اچي ويندو آهي ۽ اَن ڳرو هئڻ



آهي ۽ اَن ڳرو هڻڻ ڪري ڇڄ جي وچ تي ڪِرندو آهي. ان طرح ڪناري تي جمع ٿيل ڪچرو هٽ سان پري ڪبو آهي يا ڇڄ لوڏي ڪيرائبو آهي. اهو عمل ٻه چار ڀيرا ورجائڻ سان ان صاف ٿي ويندو آهي.

سنڌي ڪلاسيڪي ۽ جديد شاعريءَ ۾ ڇڄ لفظ استعمال ٿيو آهي. مثال طور:

’هجان مان جهرڪ، ويهان پرينءَ جي ڇڄ تي‘
(اسحاق آهنگر)

’لاڙي وينگس ڇڄ چڙي ٿي،
ڪانوَ تڙي ٿي! (اياز)

اهڙيءَ طرح سنڌيءَ ۾ هڪ پهاڪو ’ڇائيءَ جا ڇڄ پائڻ‘ به آهي، جنهن جو مطلب ’خواري حاصل ڪرڻ‘ آهي.

**ڇڄڙ**: ڇڄڙ شڪارين جي هڪ ذات آهي، جيڪي سنڌ ۾ ڇڄ ۽ ڳاڳرا ٺاهي وڪڻندا آهن.

**ڇڄڙا** [1]: سمن جو هڪ پاڙو، جيڪي ڏهرن جي شاخ مان ڇيا وڃن ٿا.

هي ابڙن جو نسل آهن، سمن جي پوئين دور ۾ سندن رهائش سنڌو درياهه جي ٻنهي ڪنارن تي هوندي هئي. چيو وڃي ٿو ته ٻوڏن ۾ اڪثر هي ماڻهو پاٽيءَ کي ڇاڄ ڏيڻ (ڳنڍيو ڏيڻ) جو ڪم ڪندا هئا، جنهنڪري ’ڇاڇڙا‘ پوءِ ’ڇڄڙا‘ ٿيا.

**ڇڄڙا** [2] (ديهه): تعلقي جيڪب آباد جي هڪ ديهه جو نالو به ڇڄڙا آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهڏنو مغيري، پانڌي خان بليدي، جانڻ ڪوسو، سردار عبدالرحيم ڪوسو ميرحسن ڪوسو، نظر محمد ڪوسو، شاهه محمد ڪوسو، شير محمد ڪوسو امان الله مغيري، روزي مغيري، ابراهيم گولو، مرزا گولو، مينهو ڪوسو، جانو مغيري ۽ محمد اقبال عمراڻي.

- ضلعي ۽ تعلقي قنبر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڇڄڙا، بنگل خان مغيري، محمد ملاح مغيري، حاجي صحبت مغيري، پنهل خان مغيري ۽ نادر خان مغيري ۽ سمل چانڊيو.

- تعلقي رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ پيارو ٻانهاڻي شامل آهي.

**ڇڇ** [1]: هيٺاهين زمين ۾ بيٺل پاڻيءَ واري هنڌ، ڪنهن تانگهي ڍنڍ يا درياهه جي چاڙ ۾ موجود تانگهي ڍنڍ کي ’ڇڇ‘ چيو ويندو آهي. اهڙا ڇڇ سنڌو درياهه جي چاڙهن يا درياهه جي مٿاڇل پيٽ ۾ موجود آهن.

**ڇڇ** [2]: تعلقي ساماري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

حسين بخش لنجواڻي، بادشاهه خان پنهاڻ، غلام حسين ۽ سنجر خان لنجواڻي.

**ڇڇ پرڳڙي**: تعلقي سامارو جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ عزيز احمد پرڳڙي شامل آهي.

**ڇڇ جهان خان**: ڇڇ جهان خان، ٺٽي ضلعي جي هڪ قديم وسنديِ آهي، جيڪا لاڏيون شهر کان ڏکڻ طرف اٺن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي واقع آهي. هتي ڇوڪرن لاءِ هاءِ اسڪول به قائم آهي. ميين عثمان جا مقبرا، جن کي ڳرا/ڪارا قُبا به چوندا آهن، ۽ قتل ديرو هن شهر جي ڏکڻ ۾ ڇئن ڪلوميٽرن جي پنڌ تي آهن. هتي ڪافي ڍنڍون ۽ ڍورا به آهن، جتي سياري جي مند ۾ ٻاهريان پکي جام اچي لهن ٿا. سنڌ جو ناميارو سياستدان محمد علي ملڪاڻي به هن بستيءَ جي معتبر شخصيت آهي.

**ڇِڇَر** [1]: سميجا قبيلي جي هڪ پاڙي جو نالو آهي، جيڪو هن وقت ذار ذات جي صورت اختيار ڪري چڪو آهي. هن قبيلي جا ماڻهو ٿرياڪر، سانگهڙ، دادو ۽ مسڻ واريَ علائقي ۾ رهن ٿا. رائڌڻ سميجي جي پٽ ڇِڇَر کان هن قبيلي جي شاخ شروع ٿئي ٿي. ضلعي ڄامشوري جي تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو به ڇڇر آهي، جيڪو ڪنهن وقت ۾ درياهي بند هو. پاڪستان جي قيام کان پوءِ درياهه جي هٽڻ ڪري هيءُ بند ڦٽي ويو. هن وقت سن شهر جي ويجهو (ضلعي ڄامشوري ۾) ڇڇر نالي سان ٻه ڳوٺ: ڇڇر وڏا ۽ ڇڇر ننڍا آباد آهن.

- ڇڇرن کي جوٽيجن جي پاڙي ۾ به شمار ڪيو وڃي ٿو. خود جوٽيجن جو شمار سماٽن ۾ ٿئي ٿو.

**ڇڇر** [2] (ديهه): تعلقي هالا، ضلعي مٽياريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪامل راهو، منا خان راهو، ولي محمد، حاجي لونگ راهو، پليڏنو راهو، حاجي صديق راهو، نبي بخش ڇڄهه، آگيڏنو راهو، گامون ڇڄهه، سنگراسي، ڪوڪر، گلاب راهو ۽ لائق ڏنو فقير.

**ڇُڇُر**: ڇُڇُر پالتو جانورن جي هڪ عيب جو نالو آهي، جنهن ۾ ڍڳي جي ڳوڍ وڏيل هوندي آهي. عام طور تي پاڳيا هاري ڍڳي (ڍور) جي خريد ڪرڻ مهل جن عيبن جو خاص خيال ڪندا آهن. تن ۾ ڇُڇر به شامل آهي. اهوئي سبب آهي ڇڇر (ڳوڍ) يا ’مُٺانگي‘ وڏي هڻڻ واري ڍڳي جو ملهه بهتر نه ٿيندو آهي.

**ڇِڇَر پراڻ**: پنج/ ڇهه صديون اڳ، آمريءَ وٽان درياهه، ڇِڇَرن جي تڙ کان به درياهي ڪٽي هئي ۽ نئين وهڪري کي ان زماني ۾ ’ڇڇر پراڻ‘ سڏبو هو. فيروز شاهه تغلق جڏهن ٺٽي تي ڪاهه ڪئي هئي ته، موٽندي ڇڇر پراڻ وٽ اچي ترسيو هو ۽ اتي ڪچو ڪوٽ به ٺهرايو هئائين. گذريل سٺ سالن واري عرصي ۾ آمري تڙ وٽان وهندڙ درياهه به متجي ’پراڻ‘ ٿيو ۽ ’نيهاٽ‘ کان نئون وهڪرو ميل اڌ پنڌ تي آمريءَ جي پراڻ جي اوپر ۾ وهڻ لڳو، وچ ۾، يعني ٻه درياهي ۾ جيڪا زمين بچي، اهو آڏڙيءَ جو ٻيلو سڏجڻ ۾ آيو. جنهن جي ايراضي 5 يا 6 ميل هئي. هن هنڌ هڪ ڳوٺ پڻ آباد هو. جيڪو مغلن جي دور ۾ لاکن هٿان تباهه ٿيو هو آمري ۽ ٺٽي تي سميجن ۽ جابلو ماڻهن لڳاتار حملا ڪري انهن کي تباهه ڪيو. هتي آباد ٺٽي ڳوٺ کي ’ٺٽي ولي‘ محمد به چيو وڃي ٿو مغلن جي دوُر جا ڊار شهر سن پرڳڻي ۾ هئا. لَڪي، آمري، سن ۽ ٺٽي ولي محمد کي آمريءَ ۽ ٺٽي جي سميجن ۽ جابلو ماڻهن جي حملن تباهه ڪري ڇڏيو هو.

**ڇڇرڪي** [1]: تعلقي اوٻاوڙي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ٻه ڳوٺ: چوڌري نذير احمد ۽ محمد اشرف آرائين شامل آهن.

**ڇڇرڪي** [2]: تعلقي ٽنڊي الهيار جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

الهورايو ميرحت، ڪهڙ چاچڙ، چوڌري شفيع، چوڌري فقير محمد آرائين، ڪوٽ اسلم، هري پٽيل ۽ ڏاڙهون ڪولهي.

**ڇڇُوندر:** ڇڇوندر ڪوئن جو هڪ قسم آهي، جيڪو روشنيءَ ۾ انڌو هوندو آهي ۽ رات ۾ ڏسي سگهندو آهي. ڇڇوندر اڪثر اڇي يا ڀوري رنگ جا، عام ڪوئن کان ننڍا ٿين ٿا. ڪني پاڻيءَ جي هودين ۾ گٽرن ۾ رهي جيت جڻيا کائيندا آهن. هنن ڪوئن ۾ بدبوءِ تمام گهڻي ٿيندي آهي. ڇڇوندر جي بدبوءِ ڪري ٻلي به کائي نه سگهندي آهي.

**ڇڇي مورا:** هيءَ تعلقي ڏيپلي جي هڪ ديهه ۾ ڳوٺ آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪاروڙو جرار، ڀاڀوهر آمر، روهيلو آمر، ڊيڊ ويري، ڪانو ڀيل، موڏور، ڀوجاسر، سونهري، ست سرڙو سومرا، ست سرڙو ميگهواڙ، سمي واهر، سورڪي، موجايو هٽڙي، پيروز لُنڊ، رانگڙ ڀيل، حاجي ليمون لُنڊ ۽ ٻتو فقير.

**ڇُر:** ڪپڙي تي ڇپائيءَ جي ڪم کي 'ڇُر' چئبو آهي. سڀ کان اول ڪپڙي کي ڪنب چاڙهي، ڌوئي، سُڪائي، ڇپائيءَ يا ڇُر لاءِ تيار ڪبو آهي. ڇُر جون پنج منزلون آهن: اصل، ڪٽ، قلي، ڪڙ ۽ مينا. ڇپائي يا ڇُر نرم ڪاٺ مان ٺهيل چوڪور يا ڊگهن ڀورن سان ڪئي ويندي. ڀور اصل اڪيريل ڇاپا هوندا آهن، جيڪي مختلف رنگن مان ٻوڙي ڪپڙي تي ٺپي وانگر هڻي ڇٽ



ڪڍيا ويندا آهن. مختلف ڀور مختلف ڇٽن جي نالن سان سڏبا آهن. مثال طور: (1) ٻٽو، (2) چونڪڙي، (3) چونڪڙو، (4) نموري، (5) چمن، (6) ڪيس (7) ڀڳڙو، (8) ٻاريڙو، (9) گل چمن، (10) انبڙي، (11) ڪيري، (12) ٻٽو ۽ (13) ور وغيره. هنن ڊزائينن ۾ رنگ به الڳ ڪتب آڻبا آهن، جيڪي ريڊ ۽ نيٽول جي نالن سان سڏبا آهن. هن قسم جا رنگ پائوڊر جي صورت ۾ ملندا آهن. هنن رنگن جي نالن سان مشابهت نه هوندي آهي. بلڪ تيار ڪري ڪپڙي تي لڳايو ويندو آهي، پر جڏهن رنگن کي تيار ڪبو آهي، تڏهن اهي پنهنجي صورت وٺندا آهن. جيئن هيڊو رنگ، جيڪو ڏسڻ ۾ بلڪل اڇو ايندو آهي. هن ڪم ۾ ڪتب ايندڙ ڪي رنگ اهڙا به آهن، جيڪي ڪپڙي تي لڳائي اُس تي ڇڏڻ کان پوءِ پنهنجو اصلي رنگ ظاهر ڪندا آهن. جڏهن بلڪل سڪي ويندا آهن، ته رنگ مڪمل ٿي ويندو آهي. هن رنگ کي پاڻيءَ ۾ وجهي ڪاڙهبو آهي ۽ جڏهن ڏسبو آهي ته رنگ تيار آهي ته ان ۾ ڪاسٽڪ وجهي، ملائي تيار ڪري استعمال ڪيو ويندو آهي. جڏهن سڀ رنگ لڳي ويندا آهن ته پوءِ ان ۾ هڪ ڪيميڪل وجهندا آهن، جنهن سان رنگ پڪا ۽ چمڪدار ٿيندا آهن. هن ڪم جو طريقو گهڻو ڪري ساڳيو اجرڪ ٺاهڻ وارو آهي. فرق اهو آهي ته هن ۾ اجرڪ کان مختلف رنگ استعمال ٿيندا آهن.

**ڇرڪ پرائڻ** (راند): ٻارن جي هيءَ راند، گهڻي دلچسپ ٿئي ٿي، جنهن ۾ هڪڙو ڇٽو ٻئي کان پڇندو: 'ڇلي مرچن جي ڪائي ويندين؟' ٻيو چوندو: 'هائو'. وري پڇندس: 'مَٽُ پاڻيءَ جو پي ويندين؟' ٻيو چوندو: 'هائو'. وري پڇندس: 'شينهن کان ڪين ڊڄندين؟' ٻيو چوندو: 'نه'. پوءِ ٻهريون ٻار هن جي منهن کي ويجهو وٺي اوچتو تاڙي وڄائيندو، جي اکيون ڇنڀيائين ته چوندس: 'ڊڄي ويو، ڊڄي ويو'.

**ڇرو:** هي اوزار جو هڪ قسم آهي، وڏي ڪاتي ۽ ڪات، رازڪي ڪم جو اوزار به ٿيندو آهي، جيڪو انچ کن موڪرو اڌ انچ کن ٿلهو ۽ فٽ کن ڊگهو ٿئي ٿو. لوهه جو هيءَ ٽڪرو درزن کي ٺوڪ ڏيڻ ۾ ڪم ايندو آهي.

**ڇري:** ڇري لوهر جو هڪ اوزار به ٿيندو آهي، جنهن کي ڪانس به سڏين ٿا. هي اوزار خاص ڏاٽن جا ڏندا ڪڍڻ جي ڪم ايندو آهي.

**ڇڙ/ ڇنڊ:** ڇڙ/ ڇنڊ نج ٻهراڙيءَ ۾ ڪڻڪ يا سارين جي اَن کي صاف ڪرڻ جو هڪ طريقو آهي. ٻهراڙيءَ جون عورتون ڪڻڪ جي اَن توڙي چانورن مان ٺُهُ، ڪک، پٿر، پتر وغيره ڪڍڻ لاءِ سرجي تيلين مان ٺهيل ڇج يا اُکريءَ ۾ ان وجهي، ڪُٽي پوءِ ڇنڊينديون آهن. اَن جي ڇڙ/ڇنڊ لاءِ ڇج يا ڪونڊي سميت اکريءَ يا ننگهر کي به ڪتب آندو ويندو آهي. ڇڙ/ ڇنڊ سان واپرائجندڙ اناج صاف سُٿرو ٿيندو آهي، جنهن مان مٽي وغيره نڪري وڃڻ سبب بيمارين پيدا ٿيڻ جو انديشو به گهٽجي ويندو آهي. اڄڪلهه ان کي صاف ڪرڻ لاءِ مشينن جو به استعمال ٿئي ٿو.



**ڇَڪو:** ڇَڪو چوپڙ راند، جوئا ۽ داءَ هڻڻ جي ڪم ايندو آهي. ڇڪو هڏي، پٿر وغيره مان ٺهيل ڇهن پاسن وارو ننڍڙو مڪعب ٿيندو آهي (جنهن جي ڇهن پاسن تي هڪ کان ڇهن تائين ٽڪن جي صورت ۾ نشان ٿيل هوندا آهن). ڇَڪو ڪُٽي ۽ عدد جو نالو به آهي.

**ڇڪو:** ڇڪو نوڙين مان ٺهيل تارازيءَ جي پڙ وانگر هوندو آهي، جيڪو ڇت ۾ ٽنگي، ان ۾ کاڌي جون شيون حفاظت سان رکي سگهبيون آهن ته جيئن ماڪوڙين يا ٻلين وغيره جي نقصان کان محفوظ رهن. انهيءَ ڪانسواءِ نوڙين مان ٺهيل ڳوٺريءَ کي ٻڌ ڇڪو چئبجي ٿو جيڪا ڳاهه ڳاهڻ وقت ڏڳن جي ٻوٿ تي ٻڌبي آهي ته جيئن ڏاند اَن نه کائي سگهن.

**ڇڪِي:** ڇڪي پيٽ جي هڪ بيماري کي چيو ويندو آهي. هن جا ٻه قسم آهن: (1) اُبت ڇڪي، (2) دن ڇڪي.

ميڊيڪل جي اصول ۾ ڊاڪٽر ڇڪيءَ کي نه مڃيندا آهن ۽ چوندا آهن ته اها معدي جي خرابيءَ جي هڪ بيماري آهي، جڏهن ته هوميوپيٿڪ وارن جو چوڻ آهي ته ڇڪي اهڙي بيماري آهي، جنهن سان ماڻهو ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندو ويندو ۽ مٿس ٻيون به ڪيترين بيمارين حملو ڪنديون آهن. جنهن جو بنيادي سبب ڇڪي هوندي آهي.

**ابت ڇڪي:** سنڌ ۾ ڇڪيءَ بابت عام طور حڪيمن ٻاران چيو ويندو آهي ته ڇڪي بادي شين کائڻ ڪري ٿيندي آهي. اُهي شيون جن جي کائڻ ڪانپوءِ گئس جي شڪايت وڌي وڃي. مثال طور: پٽاٽا، گوبي (گلن واري)، چڻن جي دال وغيره.

پيٽ اندر گئس جي وڌيڪ ٺهڻ سان چڪر به ايندا آهن. رت جو دورو به هيٺ مٿي ٿي ويندو آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن پيچيده حالتن ۾ ماڻهو مري به ويندو آهي. چِڪيءَ وقت علاج لاءِ ماڻهو مختلف قسم جا سنوڻ ساٺ به ڪندا آهن. ڄاڻو ماڻهوءَ کان ڏس پتو به وٺندا آهن. جنهن کي 'چِڪي ڪيرائڻ' چئبو آهي. هن حالت ۾ مريض کي هڪدم سمهاري، سندس پنين، سٿرن، چيلهه ۽ پُٺن کي لتاڙبو ۽ مالش به ڪبي آهي. مرض جي سڃاڻپ لاءِ ڏُن (نهائين) تي ڏاڱو ماپي چِڪيءَ جو اندازو لڳائيندا آهن ته کهڙي پاسي ۽ ڪيتري چِڪي چڙهيل، لٿل يا پاسيري آهي. هن کي ٺيڪ ڪرڻ لاءِ جيڪو طريقو استعمال ڪبو آهي، ان کي آڪو پنڪچر ٿراپي چئبو آهي.

**ڏُن چڪي:** هي چِڪيءَ جو ٻيو قسم آهي هن چِڪيءَ ۾ پيٽ خراب ٿيڻ، دست ٿيڻ، ماني نه وڻڻ وغيره شامل آهن. هن جو علاج به مختلف ديسي طريقي جي سنوڻن ۽ دوائن سان ڪندا آهن، پر بهتر طريقو اِهو آهي ته تڪليف وقت ڪنهن ڊاڪٽر سان رجوع ڪجي.

**چُڱاڻي** (ذات): هندن جي هڪ ذات جو نالو. چِڱاڻي ذات جا هندو هالاڻيءَ ۾ اڪثريت سان رهندا هئا ۽ اروڙ ونسي هئا، جيڪي پنجاب کان ميرن جي دؤر ۾ خيرپور آيا هئا. اهي ميرن جي حڪومت ۾ ديوان جي عهدن تي مقرر ٿيا هئا. انگريزن جي دؤر ۾ خيرپور ڇڏي درياهه اُڪري لاڙڪاڻي ضلعي جي رتيديري تعلقي ۾ پنهنجو ڳوٺ جوڙي ويٺا. چِڱاڻي 'گروءَ' جا سک سڏائيندا آهن. پير جي ڳوٺ ۾ به رهندا هئا. چِڱاڻي خاندان مان لاڙڪاڻي جو مشهور شاعر پريو 'وفا' چِڱاڻي ۽ ماهوار ڪونج (ممبئيءَ) جو موجوده ايڊيٽر نند چِڱاڻي اهم اديب آهن. نند چِڱاڻي، هالاڻيءَ وارن چُڱاڻين مان آهي.

**چُڱاڻي، قسمت راءِ:** نامور ليکڪ ۽ ايڊيٽر قسمت راءِ ٿي. چِڱاڻي ويهين صديءَ جي پهرين ڏهاڪي ۾ لاڙڪاڻي شهر ۾ پيدا ٿيو. سندس تعلق لاڙڪاڻي جي مشهور چِڱاڻي خاندان سان هو. پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم لاڙڪاڻي ۾ حاصل ڪيائين. ڪيس ننڍپڻ ۾ ئي لکڻ پڙهڻ ۽ مطالعي جو ڪافي شوق هو. اڳتي هلي هن صحافت جي ميدان ۾ پير پاتو. قسمت راءِ درازي درگاهه جو معتقد ۽ مريد هو. تنهنڪري صوفي ۽ ويدانتي خيالن جو هو. لاڙڪاڻي جي صوفي سنگت جي مکيه ميمبرن مان هو. لاڙڪاڻي جي فقيري سنگت پاران ماهوار 'صوفي' رسالو نڪرندو هو. جنهن جو اڳتي هلي هيءُ ايڊيٽر ٿيو. هفتيوار اخبار 'ايڪتا' به ڪڍيائين. جيڪا پير الاهي بخش جي روينيو منسٽر واري دور ۾ هفتيوار مان ڦِري روزاني ٿي. صحافت جي ميدان ۾ چڱو نالو ڪمايائين. ورهاڱي بعد 'ايڪتا' اخبار بند ٿي وئي ۽ قسمت راءِ چِڱاڻي ڀارت لڏي ويو.

**چِگير پوتا:** هيءُ 'گونگا' ذات جي هڪ پاڙي جو نالو آهي. هيءُ 'جهلي گونگي' جي اولاد مان آهن. هن ذات جا ڪجهه پاڙا لسبيلي ۽ ڪراچيءَ ۾ رهن ٿا.

**چِلُ/ چِلي:** چِلي هڪ قسم جو چارو آهي، جيڪو ڪمند، جوئر ۽ مڪئيءَ تان پَن سوئي مال جي پيٽ ڀرڻ لاءِ استعمال ڪبو آهي. خاص طور ڪمند جا سڪل توڙي ساوا پن ۽ مٿيون چوٽيون لاهي، انهن کي ڳِئُن، گهوڙن ۽ ٻين وهٽن لاءِ گاهه طور استعمال ڪبو آهي، چِليءَ وارو گاهه گهٽو ڪري مال شوق سان کائيندو آهي. ان جي ڪُتر به هٽبي آهي. شگر ملن ڏانهن ڪمند موڪلڻ واري عرصي ۾ چِليءَ لاءِ ونگار ڪئي ويندي آهي ۽ چِليءَ جو چارو مال لاءِ حاصل ڪبو آهي. چِلهه يا چِلي اڪثر ڪمند جي ڇِڇي راس ٿيڻ بعد ٿيندي آهي.

**چِلڙو** (گيت): هيءُ لوڪ سنڌي شاعريءَ جو نهايت ئي مقبول لوڪ گيت آهي، جنهن جو موضوع 'چِلڙي' نالي آڱر ۾ پائڻ واري ڳهه چِلي تي آهي. چِلي کي سنڌ جي ثقافتي روايتن ۾ محبت جي نشاني واري ڳهه جي علامت طور ورتو ويجي ٿو. هن لوڪ گيت ۾ خاص ڪري محبت جون پچارون، نشانيون، اهڃاڻ، ڏوراپا، ارمان وغيره نظم جي صورت ۾ بيان ڪيل هوندا آهن. هيءُ لوڪ گيت سنڌي توڙي سرائيڪيءَ ۾ ملي ٿو. هن جا وراڻا مختلف آهن:

(1) تنهنجي مهرباني چِلڙو ڏي نشاني، (2) الوڙي يلوڙي چلڙو ڏي نشاني.

چِلڙو لوڪ گيت محبت جي گفتگوءَ جو سنڌي لوڪ ادب ۾ اعليٰ ۽ نادر نمونو آهي. هيءُ گيت سنڌ اندر آڳاٽي زماني کان رائج نظر اچي ٿو ۽ ابتدا کان مشهور ۽ مقبول رهيو آهي. هي لوڪ گيت جيجي زرينه بلوچ ۽ سندس ساٿياڻين ڳائي وڏي مقبوليت ماڻي، جنهن جا ٻول هي ريت آهن:

جيڏل منهنجو چِلڙو پاڻيءَ ۾ ڙِي،
پيڻ منهنجو چِلڙو پاڻيءَ ۾!
ڪِري پيو کوهه ۾ ڙِي،
کوهه جي نار ۾ ڙِي!
نار جي نيسرُ ۾ ڙي،
لوڙن مان ٿي وَريو،
پيڻ منهنجو چِلڙو پاڻيءَ ۾!

**چِلڪيا نيڻ ڪٽورا** (ڪتاب): هيءُ سنڌ جي ناليواري شاعر مرحوم آثم ناٿن شاهيءَ جو چوٿون شعري مجموعو آهي، جنهن ۾ نظم، آزاد نظم، غزل ۽ هائيڪا شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ ليکڪ پاڻ لکيو آهي، جنهن ۾ هُو لکي ٿو ته: "هن ڪتاب جي شاعريءَ ۾ ڪو ورجاءُ نظر نه ايندو. شاعريءَ جو آواز بنهه نيارو، لهجا نوان، انداز الڳ، نوان نوان موضوع، ڪيترائي بحر، وزن ۽ سٽاءَ ڏسڻ ۾ ايندا. جديد شاعريءَ واري ريس ۽ هڪجهڙائي بلڪل ڪا نه آهي." جڏهن ته اداري پاران سنڌي ادبي بورڊ جي تڏهوڪي سيڪريٽري ۽ ناليواري ليکڪ، شاعر اعجاز منگيءَ ۽ بئڪ ٽائٽل تي ڪهاڻيڪار مشتاق ڀرڳڙيءَ جا تاثرات شامل آهن. هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري، 2006ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. 176 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت -/95 روپيا آهي.




**چِلگري** (ذات): مري بلوچن جي غزبني شاخ مان هڪ پاڙي جو نالو آهي. ڪڇي ۾ چِلگري نالي سان سندن ڪيترائي ڳوٺ آهن. ٽالپرن کين جاگيرون ڏنيون هيون. انگريزن جي حملن سبب سنڌ ڏانهن لڏي آيا. هي سربار گهراڻو آهي. 'جامع سنڌي لغات' ۾ جمالي قبيلي جا 17 پاڙا لکيل آهن، جن مان هڪ پاڙي جو نالو 'چِلگري' به آهي، يعني هي جمالي بلوچ به آهن.

**چلگري، انتظار حسين:** اديب، شاعر، سماج سڌارڪ ۽ استاد اڳواڻ. انتظار حسين چلگري ولد عبدالحليم جو جنم، 5 مارچ 1963ع تي ڳوٺ ڏيول، ضلعي جيڪب آباد ۾ ٿيو. تعليم بي. اي (سنڌي) 1983ع ۽ ايم. ايڊ 1997ع ۾ پاس ڪيائين. 1983ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. هن ادب ۾ لکڻ جي شروعات 1984ع کان ڪئي. هن عبدالڪريم گدائيءَ جي زندگيءَ ۽ ان جي علمي ادبي، صحافتي ۽ ثقافتي خدمتن تي مونوگراف لکي فرسٽ ڪلاس ۾ ايم. اي پاس ڪئي.



1985ع ۽ 1993ع ۾ سنڌي ادبي سنگت شاخ جيڪب آباد جو سيڪريٽري رهيو. جڏهن ته 1990ع ۽ 1994ع ۾ پرائمري ٽيچرس ايسوسيئشن، ضلعي جيڪب آباد جو صدر ۽ 1996ع ۾ مرڪزي جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو. 1994ع ۾ شهري اتحاد جيڪب آباد جو سيڪريٽري ۽ 1992ع ۾ مهراڻ سوشل ويلفيئر سوسائٽي جيڪب آباد جو جنرل سيڪريٽري ٿي رهيو آهي. هن وقت پ. ٽ. الف جو مرڪزي صدر آهي، وقت بوقت استادن جي مطالبن جي مڃتا لاءِ هڙتالن سبب جيل ياترا به ڪئي اٿائين. ڪيس علمي ادبي ۽ سماجي خدمتن جي عيوض ڪيترا اوارڊ به مليل آهن.

**چَلَنبُ:** هڪ قسم جو ڳهه، جيڪو بلوچ قوم جي قبيلن جي عورتن ۾ پائڻ جو رواج آهي. هي سچن پٿرن سان ٺهيل هڪ چلو هوندو آهي، جنهن جو قطر هڪ انچ ۽ ان ۾ ننڍڙا پٿر ڏاڳي ۾ پوئيل ٿين ٿا. هي چلا ڪنن ۾ پائبا آهن. انهيءَ زيور ۾ پٿر گهڻو ڪري نارنگي رنگ جا ٿيندا آهن، پر ڪڏهن ڪي عورتون ٻين رنگن مان ٺهيل چلنب به استعمال ڪنديون آهن. چلنب هر عمر واري عورت پائي سگهي ٿي، پر اڪثر هيءُ زيور ڪنوار کي پيڪن طرفان ڏنل ڏاج ۾ ڏنو ويندو آهي.

**چِلو**[1] (Purperium): چلو ڳوهاري عورت جي ويم کانپوءِ آجي ٿيڻ واري عرصي کي چئبو آهي. ان عرصي ۾ عورت جا سيئي جنمي عضوا (Reproductive Organs) پنهنجي ساڳي جاءِ وٺي بيهندا آهن. جيئن ڳڀيرڻ (ٻار ماءُ: Uterus) سُسي پنهنجي اصلي جاءِ وٺي بيهندي آهي ۽ عورت کان چلي جو رت (ارگر: Lochia) نڪري ويندو آهي. ان کان سواءِ ماءُ ۾ ٿڃ (Lactation) ٺهڻ جو عمل به شروع ٿيندو آهي. سراسري طرح هي عرصو ڇهن کان اٺن هفتن تي ٻڌل هوندو آهي. سنڌيءَ ۾ ان کي 'سوا مهينو' يا 'چاليهو' به چوندا آهن. هن ئي عرصي ۾ عورت اندر گهڻيون نفسياتي ۽ جسماني صحت جون تبديليون اينديون آهن ۽ ڪيترا مرض مُنهن ڪڍندا آهن.

**چلي جا آثار/علامتون (Clinical Symptoms):** چلي دوران هيٺيون علامتون ظاهر ٿين ٿيون:

(1) **ٻارَ ماءُ (ڳڀيرڻ) جو سُسي پنهنجي اصلي حالت ۾ اچڻ (Involution):** عورت جي ڳڀيرڻ کان وٺي هٿ پير لهڻ تائين ٻار ماءُ (ڳڀيرڻ) ۾ ڪوڙ تبديليون اينديون آهن. پر ٻار ڄڻڻ کانپوءِ ڳڀيرڻ جو سسي پنهنجي اصل حالت ۽ اصل هنڌ پهچڻ اهم مرحلو هوندو آهي، جيڪو به مختلف عورتن ۾ مختلف عرصي ۾ حالتن تي ٻڌل هوندو آهي، پر سراسري طور هيءُ مرحلو ڇهن کان ڇهن هفتن تي ٻڌل هوندو آهي. ٻنهه ويم جي ڇهاڙيءَ وقت ٻار ماءُ (Uterus) عورت جي دن وٽ بيٺل هوندي آهي، جيئن ويم جا سور (Labour Pain) شروع ٿيندا آهن ته هر سور جي وَٽَ سان ڳڀيرڻ، دن واري جاءِ ڇڏي هيٺ لهندي ايندي آهي ۽ ان سان گڏ ڳڀيرڻ ۾ به خود ڪوئجڻ (Contraction) جو عمل شروع ٿي ويندو آهي. آخر ۾ اهڙو مرحلو ايندو آهي، جو ڳڀيرڻ ٻار کي مادري رستي کان ٻاهر اوڳاڇي ڪڍڻ لاءِ ڪڙهه جي هيٺ واري حصي تائين لهي ايندي آهي. ڪن حالتن ۾ ڳڀيرڻ، عورت جي شرم گاهه جي منهن تائين هيٺ لهي ايندي آهي. ٻار ماءُ (Uterus) زور سان ڪوئجڻ ڪري پنهنجي ماس ۾ رت نلين کي ايترو ته نپوڙيو ڇڏي جو سندس گوشت ۽ رت جي نالين کي پوري خوراڪ نه ملڻ ڪري ڇٽيو وڃي ۽ ڳڀيرڻ پاڻ به وزن ۾ گهٽجي ويندي آهي. ڳڀيرڻ عام حالت ۾ به هر ٻار ڄڻڻ کانپوءِ ڪمزور ٿي ويڪري ٿي ويندي آهي.

ويم کان پوءِ قدرتي طرح 'ٻار ماءُ' سوس ڪائڻ شروع ڪندي آهي. هي اُهوئي عرصو هوندو آهي، جنهن عرصي جي پڇاڙيءَ کي اسان جي سنڌ جي عورتاڻي معاشري جي ٻوليءَ ۾ 'مٿي ڌوپ' سڏيو ويندو آهي. هيءُ اهو عرصو هوندو آهي، جنهن عرصي ۾ عورت جي جسم ۾ ٻه تبديليون اينديون آهن. هڪ ته عورت کي ارگر (چلي جو رت) اچڻ بند ٿي ويندي آهي. چلي جي رت اچڻ کان آجي ٿي ويندي آهي. سندس مادري رستي جي صفائي ٿي ويندي آهي. ٻيو ڳڀيرڻ سُسي ڪڙهه ۾ پنهنجي قدرتي جاءِ وٺي بيهندي آهي. دائي يا ڊاڪٽرياڻي مادري رستو تپاسڻ کانپوءِ مٿي ڌوپ جي اجازت ڏيندي آهي.

ويم کان پوءِ ٻار ماءُ (Uterus) جو وزن سراسري طور اڍائي پائونڊ هوندو آهي، جيڪو آهستي آهستي گهٽجي پنهنجي اصلوڪي وزن ڏيڍ کان ٻن آئونس جيترو وڃي بيهندو آهي. ويم کانپوءِ ڳڀيرڻ هڪ اندازي مطابق اصلي حالت ۾ اچڻ لاءِ روزانو هڪ آڱر جي حساب سان سوس ڪائي، ڪڙهه ۾ سمائجي بيهندي آهي.

(2) **چلي جو رت (ارگر: Lochia):** عورت جي هٿ پير لهڻ کانپوءِ عورت جي مادري رستي (Vagina) کان جيڪو رت ايندو آهي، انهيءَ کي چلي جو رت (ارگر: Lochia) چئبو آهي. جيڪو نج رت نه هوندو آهي، پر ان ۾ اڪيچار ٽٽل رت جون ناڙيون، پشمي پردا، ڳڀيرڻ جي اندرئين مٿاڇري جي ٽٽل ڪل جا ٽڪرا، ڪجهه رطوبتون، گردن جي گلٽين مان نڪتل بلغم، رت جا اڇا ذرڙا ۽ ڪيترن قسمن جا زنده ۽ مئل جيوڙا هوندا آهن. ارگر هڪ اندازي موجب 18 کان 36 آئونس وزن جو ٿيندو آهي. جيڪڏهن ٻار ۽ اُور وڏا هوندا آهن ته ارگر به گهڻو هوندو آهي. ساڳي وقت عام ڏينهن ۾ عورت کي حيض گهڻو ايندڙ هوندو آهي ته ان صورت ۾ به چلي جو رت گهڻو هوندو آهي، پر جيڪڏهن عورت جو ويم دوران رت گهڻو ضايع ٿيو هوندو آهي. يا وري ماءُ ٿڃ ڏيارڻ شروع ڪئي هوندي آهي ۽ ٻار هر هر ٿڃ ڌائيندو ته ٻنهي صورتن ۾ عورت کي ارگر گهٽ ايندو آهي.

ويم کانپوءِ عام حالتن ۾ چلي جو رت ڏهن کان پندرهن ڏينهن يا ڪن عورتن ۾ ايڪيهن ڏينهن به هلندو آهي، جيڪو عورتن جي جدا جدا طبيعتن

(جسماني طبيعت) تي ٻَڌل هوندو آهي. انهيءَ عرصي دوران ڇِلي جي رت جو رنگ بہ مٽبو رهندو آهي: (1) پهريان ٻن کان ڇهن ڏينهن تائين ارگر جو رنگ ڳاڙهو هوندو آهي، جنهن کي 'Lochia Rubra' چئبو آهي. (2) پنجن کان ستن ڏينهن تائين ارگر جو رنگ ڦِڪو هوندو آهي، جنهن کي 'Lochia Serosa' چئبو آهي. (3) اٺن کان پندرهن ڏينهن تائين ارگر جو رنگ اڇاڻ مائل هوندو آهي، جنهن کي 'Lochia Alba' چئبو آهي.

ارگر جي عام طرح رواجي بوءِ رت جهڙي هوندي آهي، پر جيڪڏهن منجهانئس ڪا ڪِني بوءِ اچي تہ اها روڳ (عفونت: Sepsis) جي نشاني آهي. تنهن ڪانسواءِ عام ڇلي جي رت جو جيڪو ڪپڙي تي داغ ٿيندو آهي تہ اهو ڪپڙي جي وچ ۾ ڳاڙهو ٿيندو آهي، جڏهن تہ روڳي ڇلي جي رت جو داغ ڪپڙي وچ ۾ بکڙو لڳندو آهي ۽ پاسن تي ڇهچ ڳاڙهو هوندو آهي.

(4) **ٿڃ پوڻ يا ٿڃ ٺهڻ (Lactation)**: ٿڃ پوڻ يا ٿڃ ٺهڻ جو عمل ٻن مرحلن ۾ ٿئي ٿو. پهريون مرحلو انهيءَ وقت شروع ٿئي ٿو، جنهن وقت ٻار اڃا ماءُ جي پيٽ ۾ سورهن هفتن (چئن مهينن) جو هوندو آهي. انهيءَ عرصي ۾ ماءُ جي ڇاتين ۾ دماغ ڪان پروليڪٽن هارمون (Prolactin Harmone) ٿورو ٿورو پيو خارج ٿيندو آهي. جنهنڪري ماءُ جي ڇاتين جي کير جي غدودن ۽ کير ناڙين (Lacti ferrous Ducts) ۾ کير پيو ٺهندو آهي. جنهن کير جي پوڻ ۽ روانيءَ ڪري ويم کان اڳ ۾ کير جون ناڙيون ڪلنديون ويندون آهن. جيڪي سيئي ڳاٽائي ۾ اٽڪل ويهہ هونديون آهن.

ٿڃ پوڻ جو ٻيو اصلي مرحلو عورت جي هٿ پير لهڻ (Parturition) ڪانپوءِ، ڇلي جي عرصي شروع ٿيڻ سان گڏ شروع ٿيندو آهي. ڇاتين ۾ کير ٺهڻ ۽ وڌڻ جو عمل ٻار جي لاڳيتي ڇاتين کي چڳڙ ڏيڻ (sucking) تي منحصر هوندو آهي. ٻار جڏهن چمندو آهي تہ عورت جي رت ۾ قدرتي طرح پروليڪٽن هارمون (PH) جي سطح وڌي ويندي آهي، تنهنڪري جنهن وقت ٻار ماءُ جي ٻندين کي چڳڙ ڏيندو آهي تہ پچوئٽري غدود (Pituitary Gland) جي اڳيئين حصي مان دماغ جي تنتي سرشتي جي مرڪز (Hypothalamus) جي هدايت (PH) جي ڪري هر وقت ڇاتين جي غدودن ۽ کير جي ناڙين ۾ ٿڃ پئي ٺهندي آهي. ٻار جيئن جيئن چڳڙ ڏيندو رهندو آهي، تيئن تيئن وڌيڪ پروليڪٽن هارمون (PH) پيو خارج ٿيندو رهندو آهي ۽ اوترو وڌيڪ ٿڃ ٺهندي رهندي آهي.

شروع ۾ ٻہ ٽي ڏينهن ٿڃ ڇڊي هوندي آهي، جنهن کي ڪنگهڙو (Colostrum) چئبو آهي. ڪنگهڙي جو رنگ ڦڪاڻ (زرديءَ) تي مائل هوندو آهي، جنهن ۾ تمام گهڻي پروٽين (Protein) هوندي آهي. جيئن جيئن ٻار ٿڃ ڌائيندو ويندو آهي، تيئن تيئن ٻن ٽن ڏينهن ڪانپوءِ ماءُ کي پختي ٿڃ اچي ويندي آهي.

**(ب) ڇِلي جون پيچيدگيون (Complication of Puerperium):**

(1) **ٿڃ نہ پوڻ (Lactation Absent)**: ٻار ڄمڻ شرط ئي ماءُ کي ٿڃ اچڻ ضروري آهي. عام طرح سان ٻار جي ماءُ جي ٻندين کي چڳڙ ڏيڻ سان ٿڃ جو سلسلو شروع ٿي ويندو آهي، پر ڪن حالتن ۾ ٿڃ اچڻ ڏکيو ٿي پوندو آهي ۽ ٿڃ اچڻ ۾ دير ٿي ويندي آهي. مثال طور: جيئن ٻندين جو مڪمل ٻاهر نڪتل نہ هئڻ، ٻندين جا سوراخ بند هجڻ، يا ڪنگهڙي جي گهاٽي هجڻ وغيره. جنهنڪري ٿڃ پوڻ ۾ ڪجهہ ڪلاڪ يا ڪي ڏينهن بہ لڳي سگهن ٿا، تنهنڪري ماءُ کي مايوس نہ ٿيڻ کپي ۽ ان مايوسيءَ جي ڪري متان ماءُ ٻار کي ٿڃ ڏيڻ بند ڪري ڇڏي، جيڪا حالت ماءُ لاءِ بہ خطرناڪ آهي، جو کيس کير جي غدودن ۽ ناڙين ۾ کير گڏ ٿيڻ ڪري ڇاتين ۾ ڳِڙ يا ڪينسر ٿيڻ جو خطرو لڳي ٿو ۽ ٻار لاءِ مايوسي ٿي پوندي آهي. ٿڃ جيڪا مڪمل قدرتي غذا آهي، ٻار کي نہ ملڻ ڪري ٻار ڏٻرو ٿي ويندو آهي. تنهنڪري ٿڃ جاري ڪرڻ لاءِ ڪيترين سود مند ترڪيبون آڻڻ گهرجن، جيسين وڃي ٿڃ جي وهڪ شروع ٿئي. مثال: جيئن اُرهہ جي پمپ (Breast Pump) وسيلي هر وقت ڇاتين کي هٿرادو چوس ڏياربي رهجي، جيسين وڃي ٻندين جا سوراخ کُلي پون ۽ ٿڃ جي وهڪ جاري ٿي وڃي.

ڪڏهن ڪڏهن ائين بہ ٿيندو آهي تہ ٻار جي ڪمزور ڄاڙيءَ ڪري ٻندين کي چڱيءَ طرح چوس ڪا نہ ايندي آهي، تنهنڪري ٻندين جا بند سوراخ کُلي نہ سگهندا آهن. ٻار ڪمزور ڄاڙيءَ جي ڪري ماءُ جي سخت ٻندين کي چڱيءَ طرح چڳڙ ڏئي نہ سگهندو آهي. لاڳيتو چڳڙ ڏيڻ ڪري سندس ڄاڙي ٿڪجي پوندي آهي، يا وري ٻار ماءُ جي اندر پيل ٻندين کي ڪمزور ڄاڙي هجڻ ڪري ڇڪي ٻاهر ڪڍي ڪين سگهندو آهي، تنهنڪري ڪمزور ڄاڙيءَ واري ٻار بدران هفتو ڏيڍ اڳ ۾ ڄاول ڪنهن صحتمند ٻار کي ڏينهن ۾ چار پنج پيرا ٿڃ پيارجي، ائين ڪرڻ سان وڏي ٻار جي چوس ڏيڻ سان ٻندين جا بند سوراخ کُلي پوندا آهن، ۽ ٿڃ جي وهڪ جاري ٿي ويندي آهي. تنهن ڪانسواءِ هڪ ٻي ترڪيب بہ آهي تہ گرم پاڻيءَ ۾ ڪپڙو پچائي انهن جي چوڌاري ٽاڪور ڪرڻ سان بہ ٿڃ جي وهڪ جاري ٿي ويندي آهي. بند ٻندين کُلي پونديون آهن. عورت جي مائٽن کي بہ انهيءَ ڏس ۾ هر ممڪن ڪوشش ڪرڻ گهرجي ۽ عورت کي هر ممڪن تسلي بہ ڏيڻ گهرجي تہ جيئن هوءَ مايوس نہ ٿئي. انهيءَ ڏس ۾ ليڊي ڊاڪٽر ۽ دائيءَ کي بہ پنهنجي تجربي جي بنياد تي هٿرادو وسيلا ڪتب آڻڻ گهرجن جيسين وڃي ٿڃ جي وهڪ جاري ٿئي.

(2) **ڇِلي جو رت نہ پوڻ (Absent Lochia)**: عام طرح عورت جي ويم (Parturition) کان پوءِ عام حالتن ۾ ڇلي جو رت (ارگر) ڏهن کان پندرهن ڏينهن هلندو آهي (ڪن مريضائن ۾ ايڪيهہ ڏينهن هلندو آهي). جيڪو پهريان چار ڏينهن تہ چڱيءَ طرح کُلي اچڻ گهرجي، جيئن اندر جو اڍڱڌ، ڪن ڦٽ، رت ۽ ڪن ڪچرو نڪري وڃي ۽ آهستي آهستي پندرهن ڏينهن ۾ عورت جو مادري رستو سڄو صاف ٿي وڃي، پر جيڪڏهن ڇلي جو رت ٿورو اچي اڻ شرط بند ٿي وڃي، يا ڌيڄي وڃي. ان مان ڪا ڪني بوءِ اچي، يا ارگر تيزابيت وارو اچي، جيڪو مادري رستي کي ڇلهي ڇڏي تہ سمجهڻ گهرجي تہ اُها روڳ (عفونت: Sepsis) جي نشاني آهي، جيڪا حالت عورت لاءِ ڪنهن بہ صورت ۾ چڱي ڪانهي. ان جو خاطر خواهہ علاج ٿيڻ گهرجي، نہ تہ ٻيءَ صورت ۾ عورت کي ڇِلي جو تپ ٿيڻ جو امڪان آهي، جنهن مان جان ڇڏائڻ ڏکي ٿي پوندي آهي.

(3) **اڻپوري ڦيرڻ جي سوس (Incomplete Involution)**: ڦيرڻ گهڻين حالتن ۾ سوس ڪائي پنهنجي اصل هنڌ تي ڪا نہ پهچندي آهي. جنهن جا گهڻا سبب

هوندا آهن. مثال: جيئن اُور جا ٽڪرا رهجي وڃڻ، رت جا ڏڳ نهي پون ۽ اُهي خارج نه ٿيڻ، ٻار ماءُ جو پنهنجي جاءِ تان لڙڪي وڃڻ، ۽ وري ڳيرڻ جي ڪمزوريءَ جي ڪري پوئتي ڪِري پوڻ اهڙا سبب آهن. جنهنڪري ڳيرڻ اٿپوري سوس ڪائيندي آهي. جنهن جي بنيادي علامت اها هوندي آهي ته پندرهن ڏينهن تائين ارگر جو رنگ ڳاڙهو هوندو آهي. ڳيرڻ جي اٿپوري سوس جي ڪري ضعيف جي صحت لاءِ ڪا چڱي ڳالهه نه هوندي آهي. ويم ڪان پوءِ ڳيرڻ جي اڻ پوري سوس جي ڪري عورتن ۾ ڪيترين زنانيون بيماريون ٿي پونديون آهن.

(4) **ويم ڪان پوءِ سور** (Post Partum Pain): ويم ڪان اڳ ۾ ويم جا سُور ٿيڻ ۽ ويم ڪانپوءِ عورت کي سور ٿيڻ فطري ڳالهه آهي، جنهن جو سبب ڳيرڻ جو ڪوئجڻ (Contraction) هوندو آهي. ويم ڪان اڳ ۾ ڳيرڻ انهيءَ لاءِ ڪوئبي آهي ته ٻار کي مادري رستي کان اوڳاڇي ٻاهر ڪڍي اڇي، جڏهن ته ويم ڪانپوءِ ڳيرڻ انهيءَ لاءِ ڪوئبي آهي ته سوس ڪائي پنهنجي اصلي حالت ۾ اچي ۽ پنهنجي اصلي جاءِ تي ڪڙهه ۾ ويهي. ويم ڪانپوءِ چوويهن ڪان انيتاليهه ڪلاڪ ڳيرڻ جي ڪوئجڻ ڪري عورت کي ڪڙهه، نرن ۽ چيلهه ۾ سور هجڻ عام ڳالهه هوندي آهي. ڪن حالتن ۾ ڪيترين عورتن کي ته اور (Placenta) جي نڪري وڃڻ ڪان پوءِ سور ختم ٿي ويندو آهي، پر ائين به ٿيندو آهي ته گهڻن سبب جي ڪري سور تيز ٿي وڃي ۽ ڪڙهه ڪان وٺي ڊونگري چيلهه ۽ سٿرن ڏانهن به وڌي ويندو آهي. جنهن جا سبب اُهي هوندا آهن ته حاملا عورت کي تڪڙو ويم ڪرائڻ لاءِ اهڙيون دوائون ڪارايون وينديون آهن يا وري اهڙيون سُيون هنيون وينديون آهن. جنهن ۾ عورت جي ڳيرڻ جي مشڪن کي زوري سيٽرائبو آهي ته جيئن جلدي تڪڙو ويم ٿئي. ائين به ٿيندو آهي ته ڪمزور ڳيرڻ جي حالت ۾ عورت جي ڳيرڻ جون مشڪون اٿپوريون سيٽبيون آهن. انهن کي پوريءَ طرح سيٽجڻ جو موقعو نه ملندو آهي. ان ڪانسواءِ هي سور بعضي وقت ٻار ماءُ ۾ جميل رت جي ڳوڙهن ڪري به ٿيند ا آهن. ڇاڪاڻ ته انهن رت جي ڳوڙهن کي ڪڍڻ لاءِ ڳيرڻ زور سان ڪوئبي آهي.

ويم ڪان پوءِ عورت کي ڏاڍا پريشان ڪندڙ سور ٿيندا آهن، پر انهن جو علاج تمام سولو آهي، جيڪڏهن سور ڳيرڻ کي تڪڙو ڪوئجڻ يا سيٽرائجڻ ڪري دوائن ڪارائڻ ۽ سُين لڳڻ ڪري ٿيا هجن، يا ڪمزور ڳيرڻ جي اٿپوري سيٽجڻ ڪري ٿيا هجن ته ان صورت ۾ سور پيڇڻ يا لاهڻ لاءِ ڪا به Analgesic دوا پيارڻ گهرجي يا سُئي هڻڻ گهرجي، پر جيڪڏهن سور ڪڙهه ۾ رت جي ڳوڙهن جي ڪَٺ ٿيڻ ڪري ٿيو هجي ته عورت کي سڌو سمهاري، ٽنگون ڊگهيون ڪري عورت جي پيٽ کي دن وٽان هيٺ آڏڻ گهرجي، جيئن ڳوڙها نڪري وڃن. رت جا ڳوڙها نڪرڻ ڪانپوءِ سور پاڻمرادو لهي ويندو آهي. ان ڪانسواءِ گرم پاڻيءَ جي ٿيلهي سان يا گرم پاڻيءَ ۾ ڪپڙو پُسائي ڪڙهه تي ٽاڪور ڪرڻ سان به سور ڇڏي ويندو آهي.

**چِلي جي ديوانگي** (Puerperal Insanity): چِلي جي ديوانگي يا چريائپ، چِلي جي وقت به ٿيندي آهي ۽ ٽيج ڏيڻ دوران به ٿيندي آهي. هيءَ ٿورو وقت به هلندي آهي ۽ ڪن حالتن ۾ سڄي عمر به هلندي آهي (سڄي عمر هلڻ واريءَ ديوانگيءَ کي اسان جي سنڌ جي معاشري ۾ عورتاڻي ٻوليءَ ۾ ويم ۾ خرابي ڪري چاڻايو ويندو آهي.) چِلي جي ديوانگيءَ جا جتي نفسياتي سبب ٿين ٿا، اُتي گهڻي ڀاڱي روڳي عفونت (Sepsis) جو نتيجو هوندي آهي.

**پيشاب جو بند ٿيڻ** (Retention of Urine): ويم ڪانپوءِ پهريان هڪ ٻه ڏينهن ڪيترين عورتن کي پيشاب بند ٿيڻ جي عام تڪليف ٿي پوندي آهي، جنهن جو گهڻي ڀاڱي سبب ڏکيو ويم يا پهريون ويم هوندو آهي.

**قبضيت** (Constipation): ويم ڪانپوءِ گهڻين عورتن کي قبضيءَ جي شڪايت ٿي پوندي آهي، جنهن جو گهڻي ڀاڱي سبب اميدواريءَ جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾ ڪاڌي پيتي جي ڦيرڦار ۽ گهٽ ڪاڌو ڪائڻ هوندو آهي.

تنهن ڪانسواءِ ننڊ نه اچڻ (Sleeplessness/ Insomnia) ۽ نبض جو تيز ٿيڻ. جيڪڏهن نبض (Pulse) سٺ کان 70 ڌڪ في منٽ کان وڌي وڃي ته ان جو سبب گهڻو رت وهڻ ۽ ڪجهه زهري حالتون پيدا ٿيڻ آهي. ان ڪانسواءِ بلڊ پريشر وڌڻ جو سبب عورت کي دماغي دورا پوڻ واري ڪيفيت آهي. جيڪي ويم ڪانپوءِ 48 ڪلاڪن ۾ ٿي سگهن ٿا ۽ جيڪڏهن بلڊ پريشر گهٽجي وڃي ته ان جو سبب ڪا ڦِٽي يا گهڻو رت وهڻ ٿي سگهي ٿو. پر انهن پيچيدگين کان پريشان ٿيڻ بجاءِ ڊاڪٽرياڻي سان مشوري ۾ رهڻ بهتر رهندو.

**چِلي جو تپ** (Puerperal Fever): چِلي جو تپ چِلي جي سڀني پيچيدگين ۾ خطرناڪ ٿئي ٿو. هن جو بر وقت علاج نه ٿئي يا مهلڪ بڻجي وڃي ته عورت جي زندگيءَ کي هر حال ۾ خطرو ٿي پوندو آهي. عام حالت ۾ هي بخار ويم ڪانپوءِ تڪڙو ٻارهن ڪلاڪن کان چوويهن ڪلاڪن ۾ ٿيندو آهي. اوچتو چڙهندو آهي ۽ جسم جي گرميءَ جو پد تمام گهڻو ٿي ويندو آهي. ڪن حالتن ۾ ته 100 کان 104 ڊگريون فارنهائيٽ تائين پهچندو آهي. بخار دوران مريضہ کي سردي (Rigor) لڳندي آهي. نبض جي رفتار 120 ڌڪ في منٽ تائين پهچي ويندي آهي، پر جيڪڏهن نبض جي رفتار 140 ڌڪ في منٽ تائين پهچي ته عورت جو موت به واقع ٿي سگهي ٿو. ان حالت ۾ يڪدم ڊاڪٽر کان تپاس ڪرائڻ گهرجي. هن بخار ٿيڻ جا ڪيترا سبب آهن. پر سڀ کان وڏيڪ بنيادي سبب زهري روڳ (چوٽ/ عفونت: Septicemia)، جيڪو عورت جي سڄي ڪڙهه، پيٽ ۽ رت ۾ پکڙجي ويندو آهي.

**چِلي جي تپ جون علامتون** (Clinical Symptoms of Puerperal Fever):

1. چِلي جو تپ ويم ڪانپوءِ ٻارهن ڪلاڪن کان چوويهن ڪلاڪن جي عرصي ۾ ٿيندو آهي.
2. سردي (Rigors) سان گڏ عورت کي اوچتو تمام گهڻو تيز بخار ٿيندو آهي، جنهن ۾ گهڻو ڪري مريضہ وِڙلندي آهي. گهڻي مهلڪ حالت ۾ پنهنجا هٿ، پيرءَ ٽنگون، ٻانهون هڻندي آهي.
3. تپ دوران عورت جي نبض جي رفتار في منٽ ۾ 100 کان 120 ڌڪ هڻندي آهي. موت جي ويجهو اچڻ وقت اها 140 ڌڪ في منٽ تائين پهچندي آهي، جيڪي مريضہ جا آخري پساھ هوندا آهن، جڏهن ته هڪ عام صحتمند ماڻهوءَ جي نبض هڪ منٽ ۾ 60 کان 70 دفعا ڌڙڪندي آهي.

**چَلو²**: هڪ قسم جو مشهور ڳهه. جيڪو هٿن جي آڱرين ۾ پاتو ويندو آهي. چلو گهڻو ڪري چانديءَ جو ٺئي ٿو پر غريب عام طور لوهہ توڙي پتل جا چلا پائيندا آهن. (وڌيڪ ڏسو: چلڙو)

**چلوري:** هيءَ هڪ قسم جي مٺي پاڻيءَ واري مڇي آهي. جيڪا آني ڏيندي آهي. هن جي ڊيگهه هڪ فوٽ ٿئي ٿي.

**چلونگڙي (مڇي):** مڇيءَ جو هڪ قسم. هيءَ مڇي بلڪل ڦاڻيءَ جهڙي ٿيندي آهي، جنهن جي ويڪر ڊيڍ کان ٻن ٽن انچن جيتري ۽ ڊيگهه اڌ فوٽ کان سوا فوٽ تائين ٿيندي آهي. ڦاڻيءَ جي مقابلي ۾ هن جا ڪنڊا ڪجهه تيز ٿيندا آهن ۽ تولهه ۾ به ڦاڻي مڇي کان وڌيڪ هوندي آهي. هن ۾ چربي تمام گهٽ ٿيندي آهي، جڏهن ته هن جي کل سٽيي ۽ ٿلهي هوندي آهي. چلونگڙيءَ کي تمام تيز ۽ سنهڙا ڏند ٿيندا آهن. هن جي بيهڪ به چرڪي وانگر ٿيندي آهي. هن جون اکيون ڪي قدر وڏيون، ڪبوتر جي اکين وانگر ٿينديون آهن. هيءَ به هڪ لائي مڇي آهي، جيڪا گهٽي سٽيي ۽ ڪائڻ ۾ سوادي ٿيندي آهي.

**چلو- مرون:** چلو سوئر جو هڪ قسم آهي. هن کي چلوان ڪري سڏيندا آهن جو هن جي جسم تي ٻين جانورن جيان وار ڪو نه ٿيندا آهن ۽ سندس کل تي وارن بجاءِ مڇيءَ وانگر وڏا ۽ مضبوط چلر ٿيندا آهن. هن کي لٺ ۽ ڏڪ جي پرواهه نه ٿيندي آهي. چلرن سان سندس بدن هڪ ته ڍڪيل هوندو آهي، جو اندر کل تائين ڪو به ڏڪ اثر نه ڪندو اٿس. هن جانور جي پيرن ۾ ڪتي ۽ رڇ وانگر چنبا ٿيندا آهن، جن سان ڍنـدين ۾ پـن، کل ۽ ٻئي گاهه جون پاڙون کوٽي کڏي کائيندو آهي. پاڻي ۽



خشڪيءَ جا جيت بـه هـن جي خوراڪ آهـن. هيءَ جيتوڻيڪ شڪل ۾ پوائتو جانور آهي، پر انسانن لاءِ بي ضرر آهي. ماڻهوءَ سان وڙهڻ جي جرئت نه هوندي اٿس ۽ ماڻهوءَ کي ڏسي پڇي ويندو آهي. هي جانور پنهنجا ٻچا کڏ کوٽي ڏر ۾ رکندو آهي. سندس انهيءَ ڏر کي بعض هنڌن تي 'گِرُ' به چوندا آهن. سنڌ ۾ هي جانور اڳ ۾ ساموندي علائقن ۾ دريائي ڪنارن تي ڏٺو ويندو هو. اڄڪلهه ناياب آهي. هن جو قد ڪتي جيترو مس ٿيندو آهي. ڪن ماڻهن جي خيال موجب هن جانور جا چلر ٻچيءَ ۾ ٻڌائبا ته ٽيئڙ تپ، پوائتن خوابن کي ڏسڻ، ننڊ ۾ ڏند ڪرٽڻ وغيره بند ٿي ويندا آهن. ساڳيا چلر گهوڙي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌبا ته اهو بد نظر ۽ بيماريءَ کان محفوظ رهندو.

**چلي:** مٺي پاڻيءَ جي مڇيءَ جو هڪ قسم، جنهن کي شلي به چوندا آهن. هيءَ ملي مڇي ٿئي، صورت ڏڳٽي مڇيءَ وانگر هوندي اٿس پر ڏڳٽي وڏي ۽ چلي ننڍي ٿئي ٿي. ڏڳٽي کي پاسي کان جهالر گهٽي ۽ چلي کي ٿوري هوندي اٿس. پچ موراکيءَ وانگر، منڍي اڇي ۽ ڪناري ڪاري ٿئي، جنهن کي ٻه ڪنڊون اٿس. ڊيگهه ڇهه انچ ۽ تور اڌ سير ۽ ڪائڻ ۾ لذيذ ٿئي ٿي. پلي جهڙي چربي اٿس.

**چَليرو** (Pangolin or Scaly Anteater /*Manis Crassicaudata*): هي جانور بنيادي طرح آفريڪا سان تعلق رکندڙ آهي. پر سنڌ ۽ بلوچستان ۾ به ملي ٿو. صحرائي ميدانن، چراگاهن ۽ گرم ٻيلن ۾ به رهي ٿو. چليري کي هنديءَ ۾ سالو سانپ، سنسڪرت ۾ بجراڪت، بنگاليءَ ۾ بانروئي، ملايالم ۾ انام پيچي، تامل ۾ الانگو ۽ سنهاليءَ ۾ ڪباليوا ڪري چوندا آهن. هي



کير پياريندڙ جانور (ممالیه) عجيب قسم جو جاندار آهي. ميٽوڙي ناسي رنگ واري هن جانور جي جسم ۽ پڇيءَ تي عام کل بدران هڪ ٻئي مٿان جڙهيل وڏا چلر ٿين ٿا. هن جو جسم 20 کان 23 انچ ۽ وزن 15 کان 18 ڪلو تائين ٿئي ٿو هن جو پڇ ڍڳهو ۽ منهن نوڪدار، وات ننڍو، ڪن ننڍڙا، اکيون ننڍيون. اڳيان چنبا تمام ڊگها ۽ اندرئين پاسي وريل هوندا آهن ته جيئن هيءَ جانور پنهنجين ٽٽين يا آڱرين جي هڏين تي به هلي سگهي. هن جا ڪن ۽ اکيون ننڍيون آهن، پر سنگهڻ جي حس تيز ٿئي ٿي. هن جي ٻت تي چلرن جون 18 قطارون ٿين ٿيون. مادي، نَر کان ننڍي ٿيندي آهي. هن جي نوڪدار مُنهن تي ناسون ظاهر هونديون آهن. ٻوٿ جي نوڪدار هئڻ سبب هيءَ زمين جي اندر سولائيءَ سان گهڙي ويندو آهي. چليرو رهڻ لاءِ ٻن منٽن اندر 8 فوٽ اونهي کڏ کوٽي سگهي ٿو کڏ ۾ گهڙڻ کانپوءِ منهن بند ڪري ڇڏيندو آهي. جمڻ وقت سندس تور هڪ پائونڊ ۽ ڊيگهه 18 انچ ڪن هوندي آهي، ان وقت سندس چلر تمام نرم هوندا آهن، پر ٻن ڏينهن اندر اهي سخت ڪُهرا ٿي ويندا آهن. نئون ڄاول چلو مرون، جمڻ شرط پنڌ ڪندو آهي ۽ ماءُ جي پڇيءَ ۽ پچ جي مٿان ڊوڙڻ لڳندو آهي. هن جي کل مان ڪيترين شيون ٺهن ٿيون، جهڙوڪ: منڊيون، چلا وغيره. هن جي چربيءَ مان تيل ڪڍي دوائن ۾ ڪتب آندو وڃي ٿو.

چَليرو هڪ گول ٻر کوٽي ان ۾ اندر گهڙي ننڊ ڪندو آهي. ڏينهن جو سمهندو آهي ۽ رات جو ماڪوڙا کائيندو آهي. هن جي نظر گهٽ هوندي آهي، پر سنگهڻ جي سٺي صلاحيت سان پنهنجو شڪار ڳولي وٺندو آهي. اڏوهين جا دڙا پنهنجن تيز چنبن سان کوٽي، ٻرن ۾ پنهنجي ڊگهي گول ۽ چهنڊڙ زبان وجهي ڇڏيندو آهي. جنهن سان اڏوهيون چُهٽي پونديون آهن. هن جانور کي ڏند ڪونه ٿين، ان ڪري ماڪوڙيون ڳهي وڃي ٿو هيءَ بلڪل بي ضرر جانور آهي. ڪيس هٿ لائڻ سان خوف ۾ ڄاهي وانگر ويڙهجي، منهن لڪائي ڇڏيندو آهي. هن جانور جو نسل سڄي دنيا ۾ خطري هيٺ آهي. هن جي مادي 120 ڏينهن پيٽ سان هوندي آهي ۽ هڪ يا ٻه ٻچا ڏيندي آهي.

**چِڻُ/ نرو لهي پوڻ** (Hernia): چن کي ميڊيڪل سائنس ۾ هرنيا (Hernia) چئبو آهي. 'هرنيا' لفظ جي معنيٰ آهي "هڪ عضوي جو مختلف سببن ڪري پرواري عضوي ۾ داخل ٿي وڃڻ"، يا "هڪ عضوي يا عضوي جي ڪمزور

حصي جي ڦاٽي پوڻ ۾ ٻيو پرو وارو عضوو يا ان عضوي جو ڪجهه حصو ان ۾ داخل ٿي وڃي ته ان کي هرنيا چئبو آهي. ان ڪانسواءِ پيٽ جي پَٽ جي اندرئين پاسي واريون مشڪون، مُچو ڪري مريض جي جسم جي ڪنهن به قدرتي سوراخ ''Orifices'' يا ڦاٽل حصي ۾ گهڙي وڃن ته اُن کي سنڌيءَ ۾ ڇن چوندا آهن. 'طب' جي حوالي سان ڇن جي ميڊيڪل سائنس واري ساڳي معنيٰ وڃي بيهي ٿي، يعني 'ڇجي پوڻ'. ان کي عام طرح 'نرو لهڻ' به چوندا آهن. ڇن جا هيٺيان قسم ٿين ٿا:

(1) معدي جو ڇن (Hiatus/ Diaphragmatic)، (2) نري جو ڇن (Inguinal Hernia)، (3) دن جو ڇن (Umblical Hernia)، (4) پيٽ جي (شڪمي) پردي جو ڇن (Peritoneal Hernia)، (5) ران (سٿر) جو ڇن (Femoral Hernia).

**(1) معدي جو ڇن (Hiatus (Diaphragmatic):** هن قسم جو ڇن مردن جي مقابلي ۾ عورتن کي وڌيڪ ٿيندو آهي. انسان جي پاندي (Thorax) جي هيٺيان ۽ معدي جي مٿان يعني ڪوڙي يا سيني جي تاڪيءَ جي هيٺيان هڪ ٿلهو مشڪي تهه (Diaphragm) ٿئي ٿو ان مشڪي تهه وٽان مٿي پاندي ۽ ڪاڌي جي ناليءَ Oesophagus ڏي وڃڻ لاءِ ڪيترا لنگهه آهن، جتان سڄو معدو يا معدي جو ڪجهه حصو پاندي Thorax. يا ڪاڌي جي نالي Oesophagus ۾ هليا ويندا آهن. ان کي معدي جو ڇن چئبو آهي. هي ٿلهين ۽ ڦيڦين عورتن کي وڌيڪ ٿيندو آهي.

**(2) نري جو ڇن (Inguinal (Groin) Hernia):** هيءُ ڇن جو عام قسم آهي. هي ڇن ٻالڪپڻ کان وٺي وڏيءَ عمر تائين عمر جي ڪنهن به حصي ۾ ٿي سگهي ٿو. عورتن جي پيٽ ۾ مردن کي وڌيڪ ٿيندو آهي. ڇن جا ٻه قسم ٿين ٿا: هڪ پيٽ جي ٻنهي پاسن جي بلڪل هيٺ واري جاءِ جنهن کي نرو (Inguin/ Groin) چئبو آهي. عورت توڙي مرد جي نري واري جاءِ ٻنهه ڪمزور ۽ نرم هوندي آهي، ان ڪري هي هنڌ ڇجي پوندو آهي. جتان آندو يا پيٽ جي جهلي (Pretoneum) ٿيلهيءَ جي شڪل (Sac) ۾ نري جي ناليءَ (Inguinal Canal) وٽ منهن ۾ گهڙي سوڄ ڪري بيهندا آهن. ان کي ترڪنڊ ڇن (Inguinal Hernia) چئبو آهي.

**(3) دُن جو ڇن (Umblical Hernia):** هن ڇن جا به ٻه قسم ٿين ٿا:

**(I) پيدائشي نقص وارو دن جو ڇن (Congenital Umblical Hernia):** هن قسم جو ڇن ٻار کي تڏهن ٿيندو آهي، جڏهن ٻار اڃا ماءُ جي پيٽ ۾ هوندو آهي ته ان عرصي دوران اوَر (Placenta) جي رت جون ناڙيون ٻار جي دن ۾ گهڙي وينديون آهن. نتيجي طور ٻار جو دُنُ سُڄي ۽ ڦوڪجي ويندو آهي.

**(II) پنهنجي پاڻ مان دن جو ڇن ٿيڻ (Acquired Umblical Hernia):** هن قسم جي دن جو ڇن عورتن ئي کي ٿيندو آهي. عورت جي آندي جو حصو سندس دن جي خال (Cavity) ۾ هليو ويندو آهي، نتيجي طور مريض عورت جو دن ڦوڪجي ويندو آهي.

**(4) پيٽ جي (شڪمي) پردي جو ڇن (Peritoneal Hernia):** هن ڇن ۾ ڪڏهن آندو، معدي ۽ جيري جي وچ واري حصي، (Foramen of Winslow) ۾ گهڙي ويندو آهي.

**(5) سٿرن (ران) جو ڇن (Femoral Hernia):** هي ڇن مردن کان وڌيڪ عورتن کي ٿيندو آهي، جنهن ۾ نهائينءَ (Pelvic) جي ڪنهن به پاسي وٽان سٿر جي ڪمزور جاءِ ۾ آندو، نهائينءَ جي چمڙيءَ جي ڇهه، ران جي شريان، ران جي نس (رڳ) يا لعابي نس گهڙي ويندي آهي.

**ڇن جي حالت ۾ احتياطي اپاءَ (Preventive Measures):** (1) نري جي ڇن جي صورت ۾ سور ۽ سوڄ واري جاءِ وٽ ڇن جو پٽو (Truss) ٻڌڻ گهرجي. (2) جسماني محنت ۽ مشقت جو ڪم گهٽ ڪجي يا احتياط سان ڪجي. (3) سٽ ڏيئي ڪا شيءِ نه ڪڻجي، نه گهڻو وزن ڪڻجي. (4) مرد توڙي عورتن کي اوڪڙو ويهي ڪم ڪار ڪرڻ نه گهرجي. (5) گهوڙي سواري نه ڪرڻ گهرجي نه وري سائيڪل هلائڻ گهرجي، نه ئي ڇن واري طرف (سور جي حالت ۾) موٽرسائيڪل کي ڪِڪ (Kick) هڻڻ گهرجي. (6) ڇن جي حالت ۾ ڪثرت / ورزش نه ڪرڻ گهرجي نه وري اهڙي راند ڪرڻ گهرجي جنهن ۾ ڊوڙڻ ۽ ٽپا (ٻڌ) ڏيڻا پون. (7) ننڊ مان سمهي اُٿڻ تي آهستي آهستي ڪري سور واري پاسي اٿجي، جيئن ڇن واري جاءِ وٽ مشڪن کي ڇِڪ يا سٽ نه اچي.

**ڇن بابو:** نصرت ڪئنال جي ڳاجره واهه مان نڪرندڙ هڪ وڏي شاخ آهي، جنهن جو پاڻي هن وقت پڇڙيءَ تائين نه ٿو پهچي.

**ڇن باهو:** تعلقي شهدادپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پير معين الدين شاهه، بخشو جمالي، جوسو خان جسڪاڻي، اوپايو ڪيريو، ولي محمد گدڙو، پنگوار ڳوٺ، شهمير زرداري، زمان خان، سائين بخش جمالي، بچل پنگوار، علي نواز پنگوار، حاجي صيفل پنگوار، محمد صالح پنگوار، بچل گدڙو، حاجڻ رند، موسو خان جسڪاڻي ۽ شڪيل خان ڇتو.

**ڇنڇر:** هفتي جي ستن ڏينهن مان هڪ ڏينهن جو نالو آهي، جيڪو جمعي ۽ آچر جي وچ ۾ ايندو آهي. ڇنڇر هڪ گرهه جو به نالو آهي، جنهن کي 'زحل' چيو وڃي ٿو هن کي نحوست، نياڳ، ڪم بختيءَ جي علامت سمجهيو ويندو آهي. سنڌيءَ ۾ پهاڪو آهي ته: "جمعو ته گهٽيئي پلو پر ڇنڇر به ڇڏيس!"

عام ماڻهن جي وهمي سوچ مطابق هفتي جي ستن ڏينهن مان ڪي سڀاڳا ته ڪي نياڳا ڏينهن ٿين ٿا. ان ڏس ۾ سنڌ ۾ ڪجهه روايتون ۽ سنوڻ مشهور آهن.

**ڇند وديا:** ڇند وديا شاعريءَ جي مخصوص وزن جي نظام (Prosodic System) کي چئبو آهي، جيڪو اُن ۾ موسيقيت ۽ نغمگي پيدا ڪري ٿو ان ڪري شعر ٻڌڻ وقت متاثر ڪري ٿو. شاعريءَ ۾ وزن جي خيال جيتري ئي اهميت آهي. انگريزي وزن بحر جي نظام کي Metre، عربي ۽ فارسي وزن جي نظام کي علم عروض ۽ هندي وزن جي نظام کي 'ڇند وديا' يا پنگل چئبو آهي.

ڇند، قديم هند جو مڃيل وزني نظام (Prosody) آهن. ڪيترن ڇندن کي عالمن ۽ مهاڪوين مختلف نالا ڏنا آهن. جن مان ڪن مقبول ڇندن جي بيهڪ، سناءَ ۽ انهن جي مختصر سمجهاڻي هن ريت آهي:

**دوها ڇند:** دوهو ٻن سٽن جو آهي، ان ڪري دوها ڇند ۾ قافيا ٻنهي سٽن جي پڇاڙيءَ ۾ ايندا آهن. الف ب جا اکر سُرن يا حرف صحيح (Consonants) تي مشتمل آهن ۽ اُهي اکر ملي لفظ ناهيندا آهن. شاعريءَ ۾ لفظن جا 'پَد' يا 'چرڻ' ٿيندا آهن، جيڪي ننڍن ۽ ڊگهن آوازن تي مشتمل ٿيندا آهن. ڊگهي

آواز لاءِ ٻه ماترائون ۽ ڇوٽي آواز لاءِ هڪ ماترا ڳڻبي آهي. ٻہِ ماترائين پد کي 'گرو پد' ۽ هڪ ماترائين پد کي 'لگهو پد' يا 'لگهو ماترا' چئبو آهي.

دوهي جي هر سٽ ۾ ٻه اڌ چرڻ ٿيندا آهن. جن جي اُچارڻ ۾ جيڪا ويرم لڳي ٿي. ان کي 'وسرام'/ 'بسرام' يا 'يت' چئبو آهي. دوهي جي پهرئين ۽ ٽئين چرڻ ۾ 13، 13 ماترائون ۽ ٻئي ۽ چوٿين چرڻ ۾ 11، 11 ماترائون (ڪڏهن ڪڏهن سنڌيءَ موجب 10 ماترائون بہ) ٿينديون آهن.

دوهي جو خاڪو هن ريت ٿيندو:

13 ______ + ______ 11 = 24 ماترائون

13 ______ + ______ 11 = 24 ماترائون

جڏهن تہ دوهي جي ماترائن موجب تقطيع هيٺينءَ ريت ٿيندي:

(1) ساجن ميرا ايڪ هي، دُوجا ڪرون نہ ڪوءِ،

11 13

دوجا ساجن تب ڪرون، جب دِل دُوجي هوءِ. (ڪبير جو هندي دوهو)

11 13

(2) ڪارو گورو ٿي ڪُنين، او ماڙهو، او ياءُ،

توهِ آٽي ماڻهپو شال اهو انياءُ! (اياز جو سنڌي بيت، دوهي جي روپ ۾)

هن جي گرو ۽ لگهو ماترائن موجب تقطيع هيٺينءَ ريت ٿيندي:

ڪا رو گو رو ٿي ڪُنين، او ماڙهو او يا ءُ = 24 ماترائون

1 2 2 2 2 2 2 1 2 2 2 2 2

تو ۾ آ ٽي ما ڻهپو شا ل ا هو ما ڻهپوا! = 24 ماترائون

2 1 2 2 1 1 2 2 1 2 2 2 2 2

مٿئين دوهي جي هر سٽ ۾ 24 ماترائون ٿينديون آهن (پهرين سٽ 11+ 13= 24 ماترائن جي ۽ ٻي سٽ بہ 11+ 13 = 24 ماترائن جي يعني دوهي جون ٻئي سٽون 48 ماترائن جون ٿين ٿيون. ماترڪ ڳڻپ جو طريقو ڇند وديا موجب آهي. ماترڪ ڇند جي هر سٽ ۾ هر چرڻ تي ڪجهه ويرم بيهڻو پوندو آهي، ۽ ڪٿي ڪٿي وچ ۾ ٻئي هنڌ بہ بيهي سگهبو آهي، جنهنڪري شعر منوءِ رسيلو (Lyric) بڻجڻو پوندو آهي. اها بيهڪ 'وسرام' سڏبي آهي.

**سورٺا ڇند:** هي ڇند، دوها ڇند جي ابتڙ آهي، جنهن ۾ هر سٽ جا چرڻ بدلجن ٿا. چرڻ (Hemistich) بدلجڻ سان قافيا سٽن جي وچ تي ايندا، جنهن جو خاڪو هن ريت ٿيندو:

11 ______ + ______ 13 = 24 ماترائون

11 ______ + ______ 13 = 24 ماترائون

سورٺا ڇند جي هر سٽ ۾ بہ دوهي وانگر 24 ماترائون ٿينديون آهن، پر انهن جي ترتيب 11 +13 = 24 ماترائون ٿيندي.

سنڌ جي ڪلاسيڪي توڙي جديد شاعريءَ ۾ دوها توڙي سورٺا لکيا ويا آهن. سورٺن جا مثال قاضي قادن، شاهه ڪريم ۽ شاهه لطيف وٽ بہ ملن ٿا، پر انهن کي عام طرح 'بيت' جي صنف ۾ ئي شمار ڪيو ويو آهي. جڏهن تہ جديد شاعرن: نارائڻ شيام، هري دلگير ۽ ٻين دوها ۽ سورٺا صنف طور ڌار ڌار بہ لکيا آهن. سنڌي شاعرن: شيخ اياز، نياز همايوني، تنوير عباسي، امداد حسينيءَ ۽ ٻين دوها لکيا آهن، پر ڪڏهن ڪڏهن هنن چرڻ جا پد بدلائي دوها 16 +11= 28 ماترائن جا بہ لکيا آهن.

سورٺي جا هنديءَ ۽ سنڌيءَ جا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

(1) دوها اُلٽا جان، اور بات دُوجي نهين،

13 11

پِنگل ڪرت پکان، ڇند سورٺا هوت هئن!

13 11

(2) ايڪ قصر در لڪ، سهسين ڪٽس ڳڙڪيون،

13 11

جيڏهن ڪريان پرڪ، تيڏاهن سجڻ سامهون! (شاهه)

13 11

دوها ڇند ۽ سورٺا ڇند جي ميل سان نهيل نئين هيئت کي پروفيسر جهمٽ مل ڀاوناڻيءَ 'دوها سورٺا ميل' سڏيو آهي، جڏهن تہ اُهي سنڌي شاعريءَ موجب 'بيت' آهن. جيڪي 'ٽڙيري دوهي ۽ ٻڙي دوهي' جي هيئت موجب ڇپيا وڃن ٿا:

مثال (ٻڙو دوهو):

سائر ڏيئي لت، اُوچي نيچي ٻُوڙيئي،

هيڪائي هيڪ ٿيو ويئي سڀ جُهت.

(قاضي قادن: 1465- 1554ع)

مثال (ٽڙيري دوهو):

پاڻيهاري سر ڀڄڻ، جر تي پکي جيئن،

اسان سڄڻ تيئن، رهيو آهي روح ۾!

(شاهه ڪريم: 1538- 1623ع)

شاهه لطيف اڪثر ٻن سٽن وارا بيت، ٽڙيري دوهي جي هيئت ۾ ۽ ڪيترا بيت سورٺي جي هيئت ۾ بہ چيا آهن. جڏهن تہ وڌيڪ سٽن وارن بيتن جي هيئت نج سنڌي بيتن جي هيئت آهي، جيڪا شاهه کان اڳ بہ ملي ٿي، پر اُن جو عروج شاهه لطيف وٽ ملي ٿو.

سنڌي شاعريءَ ۾ دوهي، سورٺي، ٻڙي دوهي ۽ ٽڙيري دوهي جي ڇندن کان سواءِ دڪپال ڇند چندرايڻ، اَت بروا، للت، چوپائي ۽ ٻيا ڇند بہ ڪم آندا ويا آهن. چوپائي ڇند ۾، شاهه جي رسالي ۾ سُر ڪاپائتي جي 'مت' ۽ سوامي پراڻ ناٿ جون 'چوپايون' ملن ٿيون.

سنڌ ڪجهه اڳاٽن محققن ڇند تي آڏاريل ڪلام کي نا موزون سمجهيو هو، ڇو تہ سندن نظر ۾ صرف علم عروض تي آڏاريل ڪلام ئي 'موزون' هو. پر هنن کي ڇند وديا جي ڄاڻ نہ هئي، نہ تہ اها راءِ نہ ڏين ها.

قديم سنڌي شاعريءَ ۾ بيت، وايون ۽ ڪافيون، ڇند (۽ موسيقيءَ جي ماترائن) تي لکيون ويون آهن. جڏهن تہ جديد سنڌي شاعريءَ ۾ بيت، دوهو سورٺو وائي، ڪافي ۽ غزل کان وٺي نظم تائين صنفون، ڇند يعني ماترڪ وزن تي لکيون وڃن ٿيون، ۽ بيت کان سواءِ باقي صنفن کي علم عروض جي مترنم وزنن تي بہ لکيو وڃي ٿو.

هندي ڇند جو رجحاءُ مشرقي ٻولين جي سياءِ وٽان آهي، ڇو تہ ان کي فطري ترنم آهي، پر عربي ۽ فارسي عروض جا بحر هتان جي آبهوا ۽ ٻولين جي

فطري ميناج جي ابتڙ سمجهيا پئي ويا آهن. پوءِ بہ سنڌيءَ ۾ علم عروض جا آسان ۽ مروج بحر ۽ وزن نور محمد 'خستہ' کان وٺي موجوده شاعرن تائين ڪم آندا ويا آهن. هندي ڇندَ، هندي ۽ سنڌي شاعريءَ سان گڏ اردو شاعريءَ ۾ بہ ڪافي نکار ۽ ترنم آندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو مشهور اردو شاعر عظمت الله خان پنهنجي ڪتاب 'سريلي بول' ۾ عربي ۽ فارسي عروض جي مخالفت ڪندي اردو شاعريءَ لاءِ هندي ڇند کي فطري قرار ڏنو هن جو چوڻ هو تہ: "اردو عروض جو بنياد هندي ڇند تي رکيو وڃي. هندي ڇند جا اصول سائنسي مطالعي ۽ تجربي بعد اردوءَ جي نئين عروض جا بنياد قرار ڏنا وڃن. عربي يا فارسي عروض جا جيڪي بحر ان اصول تي پورا لهن، اهي بہ رکيا وڃن ۽ ٿي سگهي تہ انگريزي عروض (Metter) جا اهڙا اصول، جيڪي هر زبان لاءِ ڪم اچي سگهن. تن تي بہ هن نئين عروض جي پيڙهہ جو پٽڙ رکيو وڃي."

(ماخذ: سريلي بول، سنڌي گيت، دوهي ۽ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي جو مضمون: 'سنڌي شعر جي مختلف وزنن جو جائزو')

**چنڊن هٽڻ جي راند:** هيءَ راند پاڻيءَ ۾ کيڏي ويندي آهي، هڪڙا ٻار پاڻيءَ ۾ هڪڙي پاسي ۽ ٻيا ٻئي پاسي ويهي، هڪٻئي کي چنڊا هٽندا ۽ پيا چوندا آهن: 'هيبو هيبو'. جنهن ڏر تڪڙا ۽ گهاٽا چنڊا هنيا تہ ٻي ڏر وارن جو ساهہ منجهي پوندو ۽ ٻاهر نڪري ويندا. اهڙيءَ طرح ٻاهر نڪتا تہ راند هارايائون.

**چنڊڻ:** درياهہ، ڍنڍ يا نهر مان اضافي پاڻي نيڪال ڪرڻ جي ناليءَ واهہ يا شاخ کي 'چنڊڻ' چئبو آهي. خاص ڪري برسات واري وقت ۾ وڌيڪ پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ لهنواري نالي يا ڪَسي وغيره کي چنڊڻ چئجي ٿو.

**چنڊو ڏيڻ:** هيءَ هڪ قسم جو سنوڻ آهي. سنڌ جي ڪن علائقن ۾ جڏهن ڪو ٻار يا وڏو بيمار ٿي پوندو آهي ۽ گهڻي علاج معالج ڪرائڻ سان بہ صحتياب نہ ٿي سگهندو آهي تہ گهرن ۾ پاڙي جا ننڍا ٻار گهرايا ويندا آهن، جن کي ڪاڏو ڪارائي هڪ پاڻيءَ جي ٿانوَ مان هٿ پڄائي، چنڊا بيمار شخص جي منهن تي هڻايا ويندا آهن. ڪٿي ڪٿي ڪو پڙهايل يا پاڪ پاڻي ان عمل لاءِ مخصوص ڪيو ويندو آهي. ٻارڙا بيمار شخص کي چنڊا هڻڻ وقت 'چڻو چڻو' جا لفظ اچاريندا آهن، جنهن جو مطلب بيماري مان ڇٽڻ يا آزاد ٿيڻ آهي، اهڙي عمل کي 'چنڊو هڻڻ' يا 'چنڊو ڏيڻ' چيو ويندو آهي.

**چن قبول:** تعلقي ساماري ۾ چن قبول هڪ تپو آهي. 'چن' برسات جي گڏ ٿيل پاڻيءَ کي چئبو آهي. هيناهين زمين کي بہ چن چئبو آهي. قبول ملاح نالي قبيلي جو هڪ چڱو مڙس ساماري تعلقي ۾ رهندو هو جنهن جي نالي پٺيان هي علائقو چن قبول سڏجڻ ۾ آيو ۽ هن وقت ساڳئي نالي سان قبول شاخ بہ آهي. منڙائو ڪئنال مان هريجيءَ جي موريءَ وٽان نڪري واهہ جي ايرندي پر ڏئي واهہ سان گڏ هلندي، ڊينگاڻ موريءَ کان پوءِ واهہ کي ڇڏي ايرندي طرف هلي ٿي ۽ تپي چن قبول کان بہ اڳتي وهي ٿي.

- چن قبول ترائي بہ آهي، جيڪا عمرڪوٽ ضلعي جي تعلقي ساماري ۾ سومرن جي دؤر ۾ مشهور تخت گاهہ اونچل ڪوٽ ۽ ميرن جي دؤر جي مشهور شهر خانپور جي ويجهو هئي. هن وقت هن ترائيءَ جو نالو نشان موجود نہ آهي ۽ آباديءَ هيٺ اچي وئي آهي، پر اهو پٽ، چن قبول ترائي سڏجي ٿو.

**چنگل:** تعلقي ساماري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد حسن پلي، نور محمد پلي ۽ فتح محمد ٺهيم.

**چَنو:** ٻهراڙين ۾ گهوٽيتن پاران پنهنجن ڄاڃين کي ٽڪائڻ ۽ ڪارائڻ لاءِ تيار ڪيل عارضي اڏاوت کي 'چنو' چئجي ٿو جنهن جي تياري ڄڃ اچڻ کان ٻہ ٽي ڏينهن اڳ ۾ ڪئي ويندي آهي. جيڪڏهن ڪنواريتا پري هوندا آهن تہ بہ ٽي ڏينهن اڳ گهوٽيتن جا ڪي همراهہ وهٽ وانا ڪاهي، ڄاڃين جي ويهڻ، رڌ پچاءَ جي سامان رکڻ ۽ رڌ پچاءَ لاءِ مَنهہ ۽ لانديون ٺاهڻ لاءِ ڪنواريتن ۾ پهچي چني اڏڻ جو انتظام ڪندا آهن. جتي ڪاٺيون، ڪٽون، ديڳيون، ٿالهَ، ٽڪ، ڦندرون، چانور ۽ مصالحو وغيره گڏ ڪيو ويندو آهي. گهوٽيتن پاران ان سموري تياريءَ کي ڪن علائقن ۾ 'سامگري' بہ چيو وڃي ٿو.

ڄاڃين جي رهائش، رڌ پچاءَ ۽ ماني ٽڪيءَ کان سواءِ گهوٽيتن پاران شاديءَ جون ٻيون رسمون بہ چني ۾ ٿينديون آهن. چنو گهڻو ڪري ڪنواريتن جي گهر کي ويجهو ٺاهيو ويندو آهي. گهوٽيتيون ڪنواريتيون عورتون چني جا خاص ڳيچ چونديون آهن. ماڻهو پنهنجي حيثيت آهر چنو جوڙيندا آهن. غريب ماڻهو پنج اٺ ٿوڻيون کوڙي، انهن تي ڪاٺ ڏئي، مٿان ڪک يا پن رکي چانو ڪندا آهن. سرنديءَ وارا ماڻهو وڏو چنو تيار ڪرائيندا آهن. جنهن ۾ ڪٽي ڪٽي ذاتين ۽ پاڙن جي جدا جدا رهائش جو بندوبست بہ ڪن. ٿر جا هندو وري ڪکن، ڪانن ۽ ٿوڻين جو سادو چنو ٺاهي ان جو منهن اتر ۽ پٺ ڏکڻ طرف ڪندا آهن. اڄڪلهہ وسيلن وارن هنڌن تي تنبن ۽ شاميانن جو رواج آهي، جيڪي مَنهہ ۽ لانديءَ جي پيٽ ۾ لڳائڻ آسان ٿين ٿا.

**چڻي (ڳوٺ):** چڻي، جوهي تعلقي جو اهم ڳوٺ آهي، جيڪو مغل دور کان وٺي اڄ تائين ساڳئي نالي سان قائم آهي. چڻي لفظ 'ڇهہ' ۽ 'نئن' جي ترڪيب مان جڙيل لفظ چيو وڃي ٿو، جنهن جي معنيٰ ٿيندي. اهڙو ماڳ، جتي ڇهہ باراني نيون پاڻ ۾ ملڻ کان پوءِ گڏيل وهڪرو اختيار ڪن. هن ڳوٺ وٽ ڪاڇي جون ڇهہ باراني نديون اچي گڏجن ٿيون، جن ۾ سول، ڪڪڙاني، ڪنڌاني، هليلي، انگئي، نيئنگ شامل آهن. هنن نئين جو گڏيل چوڙ چڻيءَ وٽ آهي. مغل دؤر ۾ بہ چڻي ڳوٺ موجود هو. هن ۾ 'ٽيٻا' قبيلي جا چار ڳوٺ آهن، جن مان ٽن جو تعلق مٽئين پرڳڻي سان آهي. انهن ڳوٺن کي ڪنڌڪوٽ چڻي ۽ ٽيهن جو ڳوٺ سڏيو وڃي ٿو. چڻيءَ جو تذڪرو ڪلهوڙا دؤر جي تاريخ ۾ بہ ملي ٿو ميان نصير محمد ڪلهوڙي چڻي پرڳڻي تي پنهنجو قبضو ڄمايو ۽ پوءِ هن ڪيترن ماڻهن کي پاڻ سان گڏ ڪري مغلن خلاف جدوجهد ڪئي. 'تاريخ سنڌ' (ڪلهوڙا دور) جي ليکڪ، 'مرات دولت عباسيہ' ۽ 'جواهر عباسيہ' ڪتابن جي حوالي سان ڄاڻايو آهي تہ نصير محمد ڪلهوڙو ملتان ۽ لاهور جي هجرت ڪانپوءِ هن علائقي ۾ اچي رهيو. جتي چينهہ (چينهہ يا چنر) جا ماڻهو رهندا هئا. چڻي موجوده دؤر ۾ چڻي جوهيءَ کان اولهہ - ڏکڻ ۾ سترهن ارڙهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي موجود آهي.

**چڻي:** تعلقي جوهي ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڳوٺ چڻي، سجاول الڪائي، سراڏو مرهماٽي، عمر خان بوزدار، پنهون رستماڻي ۽ حاجي پانڌي الڪائي.

**چنبي ڪوٽ**: تعلقي جوهيءَ جي مشهور ڳوٺ چنبيءَ ۾. ڏکڻ اولهه کان چنبيءَ ايندي واٽ تي هڪ دڙي جا نشان موجود آهن. جنهن تي هن وقت ٺاٺو ٺهيل آهي. اهو دڙو ڪنهن وقت وڏو ڪوٽ هو جنهن جون ديوارون ۽ برج ڊهي ويا آهن. صرف ٻه ٿلهه ثابت بيٺل آهن. اهي ٿلهه زميني مٿاڇري کان ڇهه فوٽ اوچا آهن. جيڪي اڻ گهڙيل پٿري بلاڪن جا ۽ مٽيءَ سان اوساريل آهن. مٽي چڙهڻ لاءِ ڏاڪڻ جا نشان موجود آهن.

**چوٽڪارو (ڪتاب)**: امام غزاليءَ جي عربي تصنيف 'المنقذ من الضلال' جو سنڌيءَ ۾ ترجمو غلام حسين جلبانيءَ 'چوٽڪارو' نالي سان ڪيو آهي. ڪتاب جو مهاڳ مترجم لکيو آهي. موضوع جي لحاظ کان هيءُ ڪتاب ايمان جو معيار ۽ عمل جو ميزان آهي. هڪ سؤ پندرهن صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 1 رپيو 40 پئسا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سال 1959ع ۾ ناميارى دانشور ۽ سنڌي ادبي بورڊ جي اڳوڻي سيڪريٽري محمد ابراهيم جويي، سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو هو.



**چوٽي غلام علي خان**: ڪلاسيڪي ڳويو استاد چوٽي غلام علي خان ضلعي سيالڪوٽ جي ڳوٺ ڪالي ڪي ننڪري ۾ پيدا ٿيو. اٺن نون سالن جو ٿيو هو ته کيس ڳائڻ جو شوق پيدا ٿيو. راڳ جي باقاعدي سکيا لاهور ۾ ورتائين. فن ۾ سندس ٽي استاد بڙي غلام علي خان، استاد برڪت علي خان ۽ مبارڪ علي خان هئا. 1960ع ۾ لاهور ريڊيو تان متعارف ٿيو. ساڳئي سال عوام آڏو اوپن ايئر ٿيٽر لاهور ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيائين ۽ پوءِ شهرت ماڻيندو رهيو. استاد چوٽي غلام علي شڪارپور جي هاڪن ۾ به اڪثر شريڪ ٿيندو هو. سندس آواز گرجدار ۽ محفل ۾ ويٺلن کي متاثر ڪندڙ هوندو هو. خيال جي گائڪيءَ جا ٽي مرحلا يعني آلاپ، بلمپت ۽ ورت نهايت سٺي انداز سان پيش ڪرڻ جي صلاحيت رکندو هو. گهمڪ تانَ سندس گائڪيءَ جي خوبي هوندي هئي. ڪلاسيڪي موسيقيءَ کان سواءِ سرائيڪي ڪافيون پنجاب جي صوفي شاعرن توڙي ناصر ڪاظمي، قتيل شفائي، صوفي تبسم، فيض احمد فيض، مير تقي مير ۽ ٻين ڪيترن ناليوارن شاعرن جو ڪلام ڳائيندو هو. هيءُ 1974ع ۾ فن جي مظاهري لاءِ انگلنڊ ويو. 1976ع ۾ ڪويت، ان کان پوءِ بحرين، آمريڪا، ڪيناڊا، آسٽريليا، چين سميت ڪيترن ملڪن ۾ فن جو مظاهرو ڪيائين. چوٽي غلام علي 'ايڪ ٿهي لڙڪي' هير رانجها فلم سميت ڪجهه ٻين فلمن ۾ به گانا فلمايا. هن جي مشهور ڪلامن ۾ 'تمهاري خط ۾ نيا اڪ سلام ڪس ڪا ٿا'، 'ڇيڪي رات دن آنسو بهانا ياد هين' وغيره آهن. چوٽي غلام علي جو هڪ پٽ حيدر عباس فن سان لاڳاپيل آهي.



**چو، چا ۽ ڪيئن (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب ٻارهن جڳ مشهور ليکڪن ۽ شاعرن جي انٽرويوئن تي مشتمل آهي. جنهن کي نامور سنڌي اديب عبدالقادر جوڻيجي ترجمو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ پيبلو نرودا، قرة العين حيدر، ميلان ڪنديرا، شيخ اياز، بليئس سينڊرارس، فيض احمد فيض، مايا انجلو، وليم بورو، وليم فاڪنر، جان اسٽيئن بيڪ، گارشيا مارڪيز ۽ البرٽو موراويا جا انٽرويو تعارف سان گڏ شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ مترجم پاڻ لکيو آهي. پڪي جلد سان. ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪل 272 صفحا آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1999ع ۾ روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري شايع ڪيو جنهن جي قيمت 155 رپيا آهي.




**چوچي/ شوشي**: هيءُ چلرن واري مڇي آهي. لاڙ توڙي اتر ۾ هن کي پلوڙ، پلي، پليٽڙي به چون ٿا. سواد ۾ بلڪل پلي جهڙي ٿئي ٿي، ڊيگهه ۾ اٺ انچ ٿيندي اٿس. (وڌيڪ ڏسو: پلي)

**چوڙي**: ڏاڙهونءَ جي وڻ جي ٻاهرين کل. جيڪا پسارڪي وکر طور ڪم ايندي آهي. حڪيم ٻين دوائن سان گڏ هن جي ڦڪي به ٺاهيندا آهن.



ٻير جي وڻ جي کل کي به 'چوڙي' يا 'چوڙو' چوندا آهن. جيڪا ڳاڙهي رنگ ناهڻ ۾ ڪم ايندي آهي ڪپڙي رڱڻ ۾ به چوڙي ڪم ايندي آهي. حيدرآباد شهر ۾ قائم چونڪي گهٽي اصل ۾ ورهاڱي کان اڳ 'چوڙڪي گهٽي' سڏبي هئي. جتي پهريان آيل چوڙي جو وڪرو ٿيندو هو.

**چوڙي (مڇي)**: هيءَ سمنڊ جي چيلري مڇين جي نسل مان آهي. هن جا چلر ڪارڙا چانديءَ جي چمڪي جهڙا ٿين ٿا. اچو چمڪو وڌيڪ هجڻ سبب رنگ اڇو نظر ايندو اٿس. هن مڇيءَ جا چلر سنها ٿيندا آهن. چوڙي مڇيءَ جا ٽي قسم آهن: (1) **وڏي چوڙي**: هن جي ڊيگهه ڏيڍ فوٽ کن ٿئي، وزن ٽن کان چئن ڪلو تائين به ٿيندو اٿس. نر ۽ ماد ۾ ڪو خاص فرق نه آهي. مادي آني ڪندي آهي. جيڪا پلي جي آنيءَ کان وڏي ۽ پلي جي آنيءَ جهڙي لذيذ ٿئي ٿي. (2) **پوري چوڙي**: هن جا چلر پوري رنگ جا ٿين ۽ وڏي چوڙيءَ کان ٿوري ننڍي يعني هڪ فوٽ کن جي ٿيندي آهي. وزن ۾ 2 ڪلوگرام کان مٿي ڪانه ٿيندي آهي. هن جي مادي آني ڪندي آهي. (3) **ٻڙ چوڙي**: هيءَ چوڙي مڇيءَ جو ننڍي ۾ ننڍو قسم ٿئي، ائين چئجي ته هي چوڙيءَ جو ٻچو آهي. جيڪو ٻچي سو وڏي، باقي وڏين مڇين جو کاڄ ٿئي. سامونڊي

مڇيءَ جو هيءُ قسم، پلي، ڏانگري، ڪڳي، دوٿر وغيره وانگر ڪاري مان ملي پاڻيءَ تي چڙهي ٿو پر درياهه جي لهڻ کان اڳ واپس سمنڊ ۾ موٽي وڃي ٿو.

**چور** (شهر): ضلعي عمرڪوٽ جو هڪ شهر چور. شهر عمرڪوٽ کان 20 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي واقع آهي. هتي هن 'چور' شهر جي نالي سان ريلوي اسٽيشن به آهي. جتان هڪ طرف کوکراپار ۽ موناباءُ (ڀارت) ڏانهن ۽ ٻئي طرف ميرپورخاص ڏانهن ريلوي لائين وڃايل آهي. هن شهر تي چور نالو ان ڪري پيو، جو هتي ڏوري مان نڪرندڙ واهه هن شهر ۾ اچي 'چوڙ' ڪندو هو ۽ پوءِ اهو لفظ آهستي چوڙ مان بدلجي چور ٿي ويو پاڪستان جي قيام بعد هتي فوجي ڇانوڻي قائم ڪئي وئي آهي، جيڪا سنڌ ۾ پنهنجي عاقل ڇانوڻيءَ کانپوءِ ٻيو نمبر وڏي ڇانوڻي آهي. فوجي ڇانوڻيءَ جي ڪري هيءُ شهر چور ڪينٽ سڏجي ٿو پر رڪارڊ ۾ اڃا تائين پراڻو نالو چور برقرار آهي. هن شهر جي آسپاس وڏي آبادي رهي ٿي. هتي مختلف ذاتين وارن جا وڏا ڳوٺ آباد آهن. هن شهر ڪي هندستان جي سرحد ويجهو پوي ٿي ۽ ٿر جو ڪافي حصو هن شهر سان واڳيل هئڻ ڪري هتي وٽج واپار تمام بهتر ٿئي ٿو. ٻين شهرن جي ڀيٽ ۾ تمام سادو شهر آهي. هتان جي ماڻهن جي اُٿڻي ويهڻي ۽ رهڻي ڪهڻي سادگيءَ واري آهي. هتي ڪافي وقت کان گورنمينٽ هاءِ اسڪول قائم هو جنهن کي هاڻي هائير سيڪنڊريءَ جو درجو حاصل ٿي چڪو آهي. ان ڪانسواءِ هتي هڪ پرائمري اسڪول، ٽائون ڪميٽي ۽ سول اسپتال به آهي. هتي ڪجھ نجي اسپتالون ۽ ليبارٽريون به موجود آهن. هن شهر ۾ هڪ واهه چوڙ ڪري ٿو هتي فوجي شاخ جي وهڻ کانپوءِ بندن تي رهندڙ ماڻهن لاءِ پاڻيءَ جي سهوليت ٿي پئي آهي. چاڪاڻ ته چور جي آسپاس جر صفا کارو آهي ۽ واهه مهيني ۾ هڪ ڀيرو سٺن ڏينهن لاءِ وهندو آهي. ان جي ڀيٽ ۾ فوجي شاخ هر هفتي وهي ٿي. هن شهر ۾ ڪيترين ئي ذاتيون رهن ٿيون. جن ۾ آريسر، مڱريا، سميجا، پنهوار، ڇڇر، ملاح، شيخ، سهتا، ڪنڀر، رونجها، سومرا ۽ ڪولهي پنجابي اچي وڃن ٿيون. هن شهر جي آسپاس وونئڻ، مرچ، ڪٽڪ، سورج مکي، توريو ۽ ڄانيو عام جام پوکيو وڃي ٿو هتان جا ماڻهو ڍاٽڪي عام جام ڳالهائين. هن شهر جي آسپاس جي وڏن ڳوٺن ۾ ڪيتسنگهه، سٺوهي، ٽيپري ۽ حويلي اچي وڃن ٿا. هاڻي چور جي نالي سان 10 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي ٻيو شهر اڏيو ويو آهي، جيڪو 'نيو چور' جي نالي سان سڏجي ٿو نيوچور ۾ به ڪيترائي پرائمري بوائز ۽ گرلس اسڪول، هاءِ اسڪول ۽ پوليس ٿاڻو قائم آهن. هتي هندو مذهب جو قديم 'مرلي ڏر مندر'، 'جوڳ مايا جي مڙهي' ۽ 'سوامي سيجنات جي مڙهي' قائم آهن. هن شهر ۾ واڻيا، سوڍهڻ، مهراج، نڪر نهڙي، سومرا، مڱڻهار، پيا، شيخ، چانهيا، ميگهواڙ، حجام، ڪنڀر، درزي، ڪتري ۽ سونارا ذاتيون آباد آهن. هتان جي ڪترين جو ڪُر جو ڪم سڄي سنڌ ۾ مشهور آهي. هن شهر ۾ به ريلوي اسٽيشن قائم آهي. هن شهر جي پرسان بابا نصرالله وليءَ جي درگاهه آهي، جنهن ۾ قديم دؤر جون ڪيترين مزارون آهن.

**چور ٿر**: ضلعي ۽ تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ لونگ مڱريو قاسم مڱريو نالي سان به ڳوٺ شامل آهن.

**چوريٽاڻي**: تعلقي سجاول ضلعي ٺٽي جي ڀيڄاري واهه جي اولهندي ڪپ تي، ڏڙي موريءَ کان ٻه ميل اتر طرف لغارين جو قديم ڳوٺ 'چوريٽاڻي' آباد آهي. هن ڳوٺ ۾ لغارين کان سواءِ شيدي خاصخيلي ۽ ٻين ذاتين وارا به رهن ٿا. هن ڳوٺ ۾ پرائمري اسڪول، هاءِ اسڪول ۽ پوسٽ آفيس به آهي. هن ڳوٺ ۾ بنيادي سهولتون ميسر آهن. مرحوم رئيس خير بخش خان لغاري، مرحوم رئيس فضل محمد لغاري، رئيس مولابخش خان لغاري، مولانا محمد خان لغاري ۽ ٻين شخصيتن جي رهائش ڪري هن ڳوٺ کي وڏي اهميت حاصل آهي. هن ڳوٺ جا ستر سيڪڙو ماڻهو پڙهيل لکيل ۽ سرڪاري نوڪرين ۾ آهن. چوريٽاڻي ۽ آسپاس ۾ 1800 کان وڌيڪ خاندان آباد آهن.

**چوڙ**: ڪنهن واهه يا نديءَ جو چيڙهو جيڪو ڪنهن ڍنڍ، واهه يا سمنڊ ۾ اچي پوي، جيئن سنڌونديءَ جو چوڙ عربي سمنڊ ۾ ٿئي ٿو برسات جي پاڻيءَ جي جبل تان وهندڙ وهڪري کي به چوڙ چيو ويندو آهي.

**چولڪيار ڪڳو**: هيءُ ڪڳو مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. ڪڳي مڇي گول آنا لاهيندي آهي، باقي ٻيون سڀ مڇيون آني ڪنديون آهن. ڪڳي، ڏانگري ۽ گولي آني ڪٽي وات ۾ ڪنديون آهن ۽ جڏهن ٻچا ڦٽندا ته وات مان ڪڍي ڇڏينديون آهن. مادي ڪڳي آنا لاهيندي ويندي آهي ۽ نر پويان وات ۾ آنا جهٽيندو ويندو آهي، نتيجي ۾ پاڻ سُڪي ڪنڊا ٿي ويندو آهي پر آنا ڪائيندو نه آهي، جڏهن ٻچا ڦٽندا آهن، تڏهن وات کولي ٻچ ڪڍي ڇڏيندو آهي. هن ڪڳي جي ڊيگهه به فوٽ ۽ تور به ڪلو تائين ٿيندي آهي.

**چوليون** (ڪتاب): هيءُ ناميارو چترڪار ۽ شاعر شرجيل (فتاح هاليپوٽو) جو نثري نظمن تي مشتمل ڪتاب آهي. 'ٽيون چينل' عنوان سان ڪتاب جو مهاڳ نالي واري نثر نويس ۽ براڊ ڪاسٽر نصير مرزا لکيو آهي.




جنهن ۾ لکي ٿو ته: 'سدا گلاب' کان شرجيل جي 'چولين' تائين پهچندي، نثراڻي شاعري اها پاڳن پري/ اپاڳي صنف آهي، جنهن تي رجعت پسندن کان ترقي پسندن تائين، ويندي ماڊرن نقادن تائين به، ان جي مخالفت يا حمايت ۾ پنهنجو بيان رڪارڊ ڪرائڻ، جڻ اخلاقي فرض پئي سمجهيو آهي. نثراڻي شاعريءَ ۾ نوان ذهن، نون قلمن سان لکي سنڌي شاعريءَ کي نيون ڊائمينشنس ۽ نئون موڙ ڏيڻ جي ڪوشش پيا ڪن. 96 صفحن جي ڊيميءَ سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت ڏهه روپيا آهي، هيءُ ڪتاب ڊسمبر 1983ع ۾ آگر پبلشنگ ايجنسي، حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو.

**چوليون ٻوليون سمنڊ جون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي مهان شاعر شيخ اياز جي شاعريءَ تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ 197 آزاد نظم شامل آهن، جيڪي شاعريءَ جي مختلف بحرن ۽ وزنن تي نئين گهاڙيٽي تحت لکيل آهن. سنڌي جديد شاعريءَ ۾ هيءُ ڪتاب، آزاد نظم جي حوالي سان اهم حيثيت رکي ٿو هن ڪتاب جو مهاڳ، شيخ اياز خود لکيو آهي،

جنهن ۾ هن پنهنجي شاعري ۽ عالمي شاعريءَ جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي. شيخ اياز مهاڳ ۾ لکي ٿو ته: "شاعريءَ جي تخليق وقت جسم روح ۾ بدلجي وڃي ٿو. مَن تَن جي پڃري جون تيليون ڍاهي هوا ۾ اڏامي ٿو. زندگي پنهنجا سارا بندڻ ٽوڙي، پنهنجي غلاميءَ مان اُجهل آزادي ماڻي ٿي ۽ ريت جي ڪَڻ ڪَڻ کان وٺي تارن جي رم جهم تائين ساري ڪائنات شاعريءَ جي دائري ۾ اچي وڃي ٿي."




هن ڪتاب جي ارپنا موتي پرڪاش ۽ ڪَلا پرڪاش جي نالي، هنن لفظن ۾ ٿيل آهي: "مون چاهيو ٿي ته اوهان کي پنهنجو بهترين ڪتاب ارپيان. سو اڄ هيءُ ڪتاب اَرپي رهيو آهيان..."

پڪي جلد ۾ چار رنگي ٽائيٽل سان ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب 290 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن کي مڪتبه دانيال ڪراچي، آڪٽوبر 1993ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.

**چوهارا**: ڪجيءَ جي وڻ جو ڦر، جيڪو ڇڳڻ جي صورت ۾ ٿيندو آهي، چوهارا پڪا ٿين ته انهن کي هٿرادو طريقي سان ڪجيءَ جي تارن تي رکي سڪائيندا آهن. جنهن بعد اهي کائڻ ۾ لذيذ ٿيندا آهن. طبي لحاظ سان معدي کي تقويت ڏين ٿا. خوشيءَ جي موقعن تي چوهارا ورهايا ويندا آهن.



**چوءِ**: تعلقي خانپور ضلعي شڪارپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن:

ڳڙهي تيغو يوسف چاچڙ ملا عظيم تيغاڻي، رضا محمد ۽ سهڻو چاچڙ.




**چو ۽ چا** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليواري نثر نويس شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. جيڪو انساني ڄاڻ لاءِ مختلف عقلي سوالن ۽ جوابن تي مشتمل آهي، ڪرائون سائيز ۾ ڪچي جلد سان، 88 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 180 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب باغبان پبليڪيشن، حيدرآباد، ڇپائي پڌرو ڪيو

**ڇهالي ڪوڏين سان راند** (ڇوڪرين جي هڪ راند): ڇوڪريون ڇهالي ۾ ڇهه ڪوڏيون ڪٺيون آهن، پر ستالي ۾ ست ڪوڏيون ڪٺي راند ڪنديون آهن. انهن ۾ هڪ ڪوڏيءَ جا پنا گسائي به اکيون يا نشان ناهينديون آهن. ان ڪوڏيءَ کي ڏوڙ يا دائر يعني داءُ واري ڪوڏي سڏبو آهي. هيءَ راند گهٽ ۾ گهٽ ٻه ڇوڪريون يا وڌيڪ به کيڏنديون آهن. پهرين ڇهه ئي ڪوڏيون ڪڙڪائي پٽ تي اڇلي، داءُ وجهڻ جي ڪوشش ڪبي آهي. داءُ جو مطلب ٿيو ڇهه ئي ڪوڏيون اونڌيون پٽ تي پون. جنهن جون ڪوڏيون اونڌيون پيون، سا دائر ڪوڏي سان ٻين ڪوڏين کي ڇٽيندي. سيئي ڪوڏيون ڇٽجي ويون ته هٿ جي آڱر بند ڪري وري ٻيو ڏڪ اڇليندي، ايستائين جو پنج ئي آڱريون بند ٿيڻ ڪانپوءِ وري ڏڪ اڇلي ڪوڏيون ڇُٽي، اهي آڱريون مٺ مان ڪوليندي. جيڪڏهن ڇٽڻ ۾ گُٿي ته ٻي ساهيڙي هلندي، پر جي پوريون سڀ ڪوڏيون مٿئين نموني ڇٽي وئي ته پوءِ هٺندي ڇٽنڪٽر (ڇهه ڇهن خاطر). اهو ڏڪ ڪوڏيون مٿي اڇلي انهن کي هٿ جي پٺ آڏي ڏئي ڇوڪريءَ کان پڇندي ته هاڻي ڪنهن کي ڇٽيان؟ هوءَ جيڪڏهن ڪوڏين جو ٻٽو جوڙو پيو هوندو ته ٻيون ڪوڏيون ڪٺي ڇڏيندي، اشارو ڪنديس ته هن ڏڪيءَ ويٺل ڪوڏيءَ کي ڇُٽ! پوءِ جي ڇٽي وئي ته راند ڪٽيائين ۽ جي نه ڇٽي سگهي ته سندس ساهيڙي ڏڪ اڇليندي. هن راند ۾ پڇاڙيءَ تائين جنهن جو داءُ نه پيو ته چون ٻڏڙيءَ جا ٻارنهن لِنڍ آيا.

**ڇهه ڇهه پئسا، ٻه ٻه پايون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب هند سنڌ جي ناليواري ليکڪ ڪشنچند بيوس جي ٻارن لاءِ ڪيل شاعريءَ تي مشتمل آهي، جنهن کي نصير مرزا ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ مختلف عنوانن سان ايڪيتاليهه نظم شامل آهن. هن ڪتاب جو پيش لفظ غلام رباني آگري ۽ مهاڳ نصير مرزا لکيو آهي. نصير مرزا لکي ٿو ته: "نه فقط جديد شاعريءَ جو بنياد ڪشنچند بيوس رکيو هو پر انگريزن جي دور ۾ 1843ع کان 1947ع تائين سنڌي ٻوليءَ ۾ باقاعدي ٻاراڻي ادب جو بنياد جن شاعرن رکيو انهن سڀني ۾ ڪشنچند بيوس جو نالو مٿاهين جڳهه والاري ٿو". ڪتاب جي ٻئڪ ٽائيٽل تي ڪشنچند بيوس جو مختصر تعارف ڏنو ويو آهي. هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پاران جنوري 2001ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو ڪچي جلد سان ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب 90 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 30 روپيا آهي.




**ڇهڙون**: هي مينهن جي عمر ڄاڻڻ جو هڪ قسم آهي. ڄمڻ وقت ڦر کي اٺ ڏند ٿيندا آهن، جي هو واري واري سان پڇندو ۽ نوان ڏند ڪڍندو ويندو آهي، انهيءَ لحاظ سان مينهن جي عمر جدا جدا سالن ۾ ورهايل هوندي آهي. ڇهڙوڪ: ڪيري، ٻه ڏندي، ٽهاڻ، چوڳي (چار ڏندين)، ڇهين ڏندين، مڙي، ڇهڙون ۽ ستهڙون.

**ڇهہ ستا**: سنڌي شاعريءَ ۾ ڇهن سٽن تي مشتمل صنف 'ڇهہ ستا'، 'مسدس' ڪان مختلف صنف آهي. مسدس واري گهاڙيٽي ۾ طويل نظم ٿين ٿا، جڏهن تہ 'ڇهہ ستا' جي صنف ۾ طويل توڙي الڳ الڳ نظم بہ لکيا وڃن ٿا. سنڌيءَ ۾ شيخ اياز جي شاعريءَ جي مجموعي 'رڻ تي رم جهم' ۾ ڇهہ سٽي جي گهاڙيٽي ۾ طويل نظم بہ موجود آهن. جڏهن تہ انفرادي 'ڇهہ ستا' بہ ملن ٿا. اياز جي 'ڇهہ سٽن' جي گهاڙيٽي ۾ ٽين ۽ ڇهين سٽ پاڻ ۾ هم قافيي آهن. جڏهن تہ باقي سٽون هم وزن آهن، پر هم قافيا نہ آهن. 'ڇهہ ستا' جي سري سان استاد بخاريءَ بہ طبع آزمائي ڪئي آهي، پر ان جو گهاڙيٽو شيخ اياز جي 'ڇهہ سٽن' ڪان مختلف آهي. استاد بخاريءَ جي ڇهہ سٽن ۾ پهرين ۽ ٻين سٽ پاڻ ۾ هم قافيا هونديون آهن. ٽين ۽ ڇهين سٽ پاڻ ۾ هم قافيا آهن، جڏهن تہ چوٿين ۽ پنجين سٽ پاڻ ۾ هم قافيا آهن. 'ڇهہ سٽن' ۾ بحر وزن جي ڪا بہ مخصوصيت نہ هوندي آهي، اهي ڪنهن بہ وزن تي چئي سگهجن ٿا، پر سٽون پاڻ ۾ هم وزن هئڻ گهرجن. 'ڇهہ سٽي' جو گهاڙيٽو هن ريت آهي:

جهومندڙ هوائن ۾،
رات ڄامشوري جي،
ڪنهن رباب وانگر آ!
عمر ايئن اڏامي ٿي،
جڻ پکي پرن تي آ،
وقت خواب وانگر آ.

(شيخ اياز)

**ڇهنيڙو**: ڇهنيڙو، ڳئون، مينهن يا ٻڪريءَ وغيره جي ڦرن کي ڌائڻ کان روڪڻ لاءِ ڪاٺ جي مدد سان ٺاهبو آهي. ڇهنيڙي جا ٻہ قسم ٿيندا آهن. هڪ نمونو: ٻہ ڪاٺيون مُني فوٽ جيڏيون، جن مان هر هڪ جو هڪ پاسو ڇُهنبارو هوندو آهي، هڪ ٻئي مٿان ڪليل ڪئنچيءَ وانگر رکي، وچ ۾ ڏاڳي سان قابو ڪري، ڪاٺيون ڦَر جي نڪ تي اهڙيءَ طرح رکندا تہ جيئن ٻئي ڇهنبون سامهون بيهن. پوءِ ٻنهي ڪاٺين جي ڇيڙن ۾ ڏاڳا ورائي ڪِياڙيءَ ۾ ٻڌي قابو ڪبا ۽ هڪ ڏاڳي جو وراڪو ڄاڙيءَ جي هيٺيان ڏئي ڇڏيندا آهن. ٻيو نمونو ڪاٺي ڇپٽري تيار ڪري، بوليءَ وانگر ٺاهي نَڪ ۾ اٽڪائي ڇڏيندا آهن تہ جيئن ڦر ڌائڻ جي ڪوشش ڪندو تہ ڇهينيڙي جون تيز ڇنهنبون اوهَ ۾ لڳنديون تہ مال ٽپ ڏيڻ شروع ڪندو آهي ۽ ڦر ڌائي نہ سگهندو آهي.

**ڇَهو**: تعلقي مٺيءَ جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:
نيٻي جي ويري، ڇهو، پرهہ، ٽوهہ، ٺاهو، ناٽڙو، ڪندارو، مونگهٽ، موهاڙيو، ڪنيار ۽ موهہ.

**ڇهي (ڳوٺ)**: هيءُ ڳوٺ، ديهہ ماڇي تعلقي شهداڪوٽ جو قديمي ڳوٺ آهي، جيڪو سردار وريل خان (اول) 948هہ ۾ ڳوٺ ٻڌرايو هن تي 'ڇهي' نالو سيرءِ نئين جي پاڻيءَ کي ڳنڍيو ڏيئي آبادي ڪرڻ ڪري پيو.

**ڇُهي مُئي (ناول)**: سنڌ هند جي نامور ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار خاتون ريٽا شهاڻيءَ جو هي اصلوڪو ناول آهي، جيڪو سنڌو پرڪاشن، پوني (انڊيا) پاران ڊسمبر 1995ع ۾ ڇپيو آهي. هن ناول ۾ ليکڪا هڪ ڪومل ڪليءَ (نينگريءَ) کي زندگيءَ جي طوفانن جو مقابلو ڪندي ڏيکاريو آهي. اها نازڪ نينگري 'ڇهي مُئي' (سنيتا) لڙندي ٿاٻڙندي، اُٿندي ڪِرندي وڏي ويڄهي ۽ سامائجي ٿي. هي ناول هڪ ٻالڪا جي مڪمل ناري بڻجڻ جي ياترا آهي ۽ گڏوگڏ سندس پريم ڪهاڻي آهي. ڪرائون سائيز جي 148 صفحن جي هن ناول جي قيمت 50 روپيا آهي.




**ڇيت**: ڪانيءَ جي سنهي ذري کي ڇيت چئبو آهي. ڇيت ڪنهن بہ وڻ جي ڪاني، سر ڪانهن، نَنڍڙن ڪنڊيدار ٻوٽن جي ننڍڙي ٽهہ جي صورت ۾ ٿيندي آهي. ٻهراڙين ۾ زرعي زمينن تي ڪم ڪندڙ هارين يا پورهيتن جي جسم جي عضون، پير، اک، هٿ وغيره ۾ اهڙي قسم جا ذرڙا چُڀي پوندا آهن. ڇيت ننڍڙي هئڻ جي باوجود تمام گهڻي ڏکندي آهي. ان کي تشبيهہ طور استعمال ڪيو ويندو آهي. ڪا ننڍڙي ڳالهہ دل تي بيهي رهي يا گهڻي تڪليف ڏي تہ چئبو آهي تہ، 'اصل ڇيت وانگر پئي چڀي.'

**ڇيتيا (ذات)**: هندن جي هڪ ذات. ڪنهن زماني ۾ ڇيتيا نک وارا جنگي جوان هوندا هئا. سندن هڪ مکيہ رسم هيءَ آهي تہ: پنهنجي ناناڻي نک مان شاديون نہ ڪندا هئا. لاڙڪاڻي ضلعي جي ڳوٺ ۾ ٻائي چڱڻ رام هنن مان ناليوارو سنت ٿي گذريو آهي. اهڙيءَ طرح لاڙڪاڻي ضلعي جي ڳوٺ ڪوکر خانواهہ، مسوديري، پوسڻ ۽ رتيديري ۾ هن نک وارا هينئر بہ رهن ٿا. منجهائن ڪي وڻج واپار سانگي سکر ۽ اتر سنڌ جي ضلعن ۾ رهڻ لڳا.

**ڇيڄ (سنڌي ناچ)**: هي خالص سنڌي ناچ آهي، جيڪو هر خوشيءَ جي موقعي تي ٿيندو آهي، خاص ڪري ورڻ ديوتا/ اڏيري لعل جي ٻهراڻي تي ڪيو ويندو آهي. عيد، شادي، هولي وغيره تي بہ ڇيڄ وڄهبو آهي. ڇيڄ ۾ گول ٺاهي بيهبو آهي، جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ست ماڻهو هئڻ ضروري آهن



۽ اهو تعداد وڌي 50 بہ ٿي سگهي ٿو جيترا ماڻهو گهڻا اوترو چڪر وڏو پر گهڻن ماڻهن ۾ تال، سُر ۽ لئي جي يڪسان بيهڻ جو امڪان گهٽ آهي. ڇيڄ وڄهندڙن مان هر هڪ کي ڪاٺ جو هڪ ڏؤنڪو/ ڏؤنڪلو يا ڏونڪلي هوندي آهي، جنهن جو قطر منو انچ يا انچ ۽ ڊيگهہ ۾ سوا فوٽ کان ٻہ فوٽ ٿيندي آهي. ڏونڪا کهڙي بہ ڪاٺ جا ٿي سگهن ٿا، پر گهڻو ڪري جنڊيءَ تي لٽل رنگبرنگي ٿيندا آهن. ڏونڪن کي هڪ ڇيڙي وٽ هڪ کان ڏهن گهنگهرن جي سنگهر لٽڪائين. ڪي شوقين هيٺان مٿ وٽ بہ گهنگهرو هڻن،

ڪي قابل ماڻهو ڇيڇاري تي ڏونڪا ڪلن. ٻه ساڄي هٿ ۾ ته هڪ کاٻي هٿ ۾، بهرحال ڏونڪن بنا ڇيڇ نه ٿيندو آهي. ان ڳول جي وچ ۾ پنهنجي خاص نموني جي ٻڌل پڳ سان دهلاري ۽ سنڌي پٽڪي سان شرنائيءَ وارو هوندو آهي. شرنايو بلڪل ڳنيير، صرف مِٺن ڦوڪ دوران اچل ڏيندو. باقي دهلاري، جنهن جي هٿ ۾ ڪاٺ جا ٻه ڏونڪا هوندا آهن. دهل جي پاسَن ڪٽڻ لاءِ، سر ڏيندو ۽ سر وڻائيندو رهندو آهي، يعني سڄيءَ ڇيڇ جي ٿار جو مهندار هوندو آهي. ٻيا سڀ هن جي پليان ناچ نچندا آهن. سرن ۾ گهڻو ٺٺو سنڌڙو، ڀيرو، ڪوهياري، حسيني، تلنگ، ڪماچ، مالڪونس يا سهڻي سُر استعمال ڪن. پر گهڻي ۾ گهڻي شرنايو ڀهاڙي ڏيندو ۽ آهستي آهستي لئي وڌائيندو. تيزلئي ڪندو ويندو آهي ۽ جڏهن پوري مستيءَ ۾ اچي ويندو آهي ته ڇيڇ به پنهنجي انتها تي پهچي ويندي آهي. گجرات ۽ راجستان ۾ به 'ڏونڪلي راس' ٿيندي آهي، پر سنڌ جي ڇيڇ گهڻو نرالي، مست ۽ جهومائيندڙ هوندي آهي. جيڪڏهن تانڊو شِو جو ناچ آهي ته هندو ڌرم وارن وٽ هي ناچ ورڻ ديوتا جي نالي منسوب ٿيل آهي.

جنهن به ناچ ۾ ڳول ٺاهجي ان کي راس چئجي. راس جي رت ٿيندي آهي. سرد رت يا بسنت. ان ۾ به چانڊوڪي رات جو ڇيڇ سهڻي لڳندي آهي. ڇيڇ به هڪ راس جو نمونو آهي. راس ۾ ناچ وڌيڪ عوامي ٿئي ٿو ۽ رَس به ڪري ٿو. راسين جا گهڻائي قسم آهن، جن ۾ راڪل راس، ناٽيہ راس، گوپي راس، ڪونج راس، ڪان گوپي راس وغيره. راس جا به ڪيترا عنصر آهن. جيئن ڳول ٺاهڻ جو نمونو، ڳول جو وقت، راس ڦٽائڻ جو وقت، راس وارن جي بيهڪ ۽ چال جي ترتيب، نمونو ۽ مفاصلو وغيره. سنڌن هٿن، پيرن، چيلهه، ڪنڌ ۽ ٻانهن، آڱرين، اکين جا چالا، روپ، سازن جو وڄتون وغيره اهميت رکن ٿيون. ڏونڪن جي وڄت طور به راس جا ڪئين نمونا آهن. هڪ هڪ ٺڪاءَ کي 'تال' چوندا آهن. هڪ ٺڪاءَ ڪيائي جيڪڏهن وڻي وجهبي ته ان کي ايڪ تال چئبو. پر جي ٻه ٺڪاءَ ڪيائي ويساهين ڏبي ته ان کي 'دو تال' چئبو. اهڙيءَ طرح 'تين تال' (ٽي ٺڪاءَ)، 'چوتال' (چار ٺڪاءَ)، 'ڇاڳيا' (ڇهه ڏونڪن جا ٺڪاءَ)، 'اٺيا' (اٺ ٺڪاءَ)، 'ٻاريا' (ٻارنهن ٺڪاءَ) به ٿيندا آهن. گهڻا ٺڪاءَ تڏهن ڪيائي سگهبا، جڏهن دهل جي لئي تيز هوندي آهي. جيئن ڳائڻ ۾ شڌ، ڪومل، تيور، سپتڪ، مندر، مڌيہ تار، آروهي، امروهي، وادي سموادي ٿئي ٿيئن ڇيڇ ۾ به آهي. ڇيڇارين جو ٽرڻ، ڇرڻ، هلڻ، مڙڻ، ويهڻ، اٿڻ، ڍيل، ڍار، ڏوڻ ڏڪوڻ، وڄندڙ دهل ۽ شرنائيءَ سان موافقت رکندي آهي. ان لاءِ ڇيڇ جا ڪوڙ نمونا ٺهي پيا آهن. گهڻو ڪري ڇيڇارين کي هڪ جهڙي پوشاڪ هوندي آهي. هٿ ۾ رومال ڪڻندا آهن. ان کي جهليندا وري ڪُنڊ ڪان آهن ته جيئن اڏائڻ ويل وڏي چوچ ڏيکاري. هن ناچ ۾ تلٽيءَ جو ٽيئون رام ڀڳت ڀهرين جوڙ جو ڇيڇاري ليکيو وڃي ٿو.

نصرپور، سيوهڻ، ڪراچي، حيدرآباد، روهڙي ۽ سکر ۾ ڇيڇاري تمام گهڻا هئا، جيڪي ورهاڱي وقت لڏي ويا. هاڻي لاڙڪاڻي ۾ ڪجهه ڇيڇاري ڇيڇ وجهن ٿا. ڏونڪلي جو هڪڙو ٺڪاءُ پنهنجي ساڄي پاسي واري ساٿيءَ جي ڏونڪي تي ۽ ٻيو وري کاٻي پاسي واري همراهه سان ڪيائبو آهي. ان وچ ۾ جيڪي ماهر هوندا آهن، سي پنهنجي ڏونڪي تي ناز مان هڪ ڇاهي ٻه ٺڪاءَ ڪيائي وٺندا آهن. ڦيري ڏئي، اوڪڙو ويهي اٿندا آهن، ڪي ته مٿانچرو زمين تي آهلي اٿندا آهن. ٿر ۾ ته هن ڇيڇ/ ناچ جو خاص رواج آهي. هي سنڌي ناچ اڄ به سنڌ ۾ مختلف موقعن تي پيش ٿيندو آهي.

**ڇير:** هيءَ هڪ قسم جو ڳهه آهي، جيڪو پيرن ۾ پائبو آهي. هيءُ ڳهه هڪ ويڪري پٽيءَ جي صورت ۾ ٺهندو آهي، جنهن ۾ تار جي مڙهت ٿيندي آهي، آخر ۾ ننڍڙا ننڍڙا گهنگهرو پوئيل هوندا آهن، جن مان ڇمڪي جو هلڪو آواز نڪرندو آهي. ڇير پيرن ۾ پائڻ جو مخصوص ڳهه آهي، جيڪو چانديءَ مان ٺهيل هوندو آهي، پر ڪي سرنديءَ وارا سوني ڇير به ٺهرائيندا آهن. ڇير ٻن قسمن جي ٿئي ٿي، هڪڙي ڇير عام ڳهه وانگر استعمال ٿيندي آهي ته ٻيو قسم نرت (ناچ) دوران نرتڪار پيرن ۾ پائي نچندا آهن. ان ۾ گهنگهرو پيل هوندا آهن. اها ڇير پائي ناچو يا ناچڻيون رقص ڪنديون آهن.

ڇير جا ٻيا به ڪيترا قسم آهن. جهڙوڪ: گنگهرن واري ڇير، پٽين واري ڇير لڪپتي ڇير، ڪڙين واري ڇير قبي واري ڇير ڦل واري ڇير وغيره.



ڇير هڪ سري به ٿيندي آهي ته ٻه سري ۽ ٽه سري به. ڪي ته شوق مان پنج سري به جوڙائيندا آهن. ڇير ۾ جيترين سرين وڌيڪ هونديون آهن اوترو وڏي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. حيدرآبادي ڇير ۾ گهنگهرو گهڻا ٿيندا آهن، انهيءَ ڇير کي 'ڪل ڦل' واري ڇير به چيو ويندو آهي. ٻين ڇيرن تي پٽا پٽا ٿيندا آهن. ڪڙين وارين ڇير تي ڪڙيون ملائي پٽو تيار ڪيو ويندو آهي. هن کي هيٺان گهنگهرو هوندا آهن. قبي واريءَ ڇير جو پٽو قبي جهڙو هوندو آهي. پٽيءَ هيٺان ڪڙيون ٿينديون آهن ۽ انهيءَ هيٺان گهنگهرو هوندا آهن. قبي واريون ڇيريون نج چانديءَ مان ٺهنديون آهن. هن ڇير جي ڏاندين ۾ سوراخ هوندا آهن، سوراخن جي وچ ۾ چاٻيون وجهبيون آهن ۽ هيٺان گهنگهرو پيل هوندا آهن. فارسي ۽ اردوءَ ۾ ان ڳهه کي پازيب به چون.

**ڇيڙ:** آڳاٽي زماني ۾ سنڌ اندر سماجي ڪمن ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ وارو رواج عام هو ٻاهمي طريقي سان هر ڪم نبيريو ويندو هو جيئن ڇنو اڏڻ، لاٻارو ڪرڻ، هر ڪاهڻ، ڪاٽي ڪٽڻ وغيره جهڙن ڪمن ۾ پاڙي اوڙي جي ڀائپيءَ عيوض بنا ڪنهن معاوضي جي مدد طور ماڻهو شريڪ ٿيندا هئا ۽ اهڙو رواج ٿورو گهڻو سنڌ اندر اڄ به قائم آهي. اڄ به اڪثر ڪمن ۾ راڄ جي ماڻهن کي سڏ ڏبو آهي، اهي ان ڏينهن تي اچي سڄو ڪم راس ڪري ڏيندا آهن، اهڙي ڳڏيل ڪم کي ڇيڙ چوندا آهن. ڇيڙ ۾ ڪم ڪندڙ

ڪي ڪو به معاوضو نه ملندو آهي. ڪيس ملويت يا ماني ڪارائبي آهي، چيڙ ڪي ابت يا ونگار به چيو ويندو آهي. موجوده دور ۾ زميندار زوريءَ چيڙيون به ڪرائيندا آهن، جنهن کي 'بيگر' سڏيندا آهن.

**چيل:** هي ڪاري جي چلرن واري مڇيءَ جو هڪ قسم آهي. هن مڇيءَ جو رنگ ڪارڙو ٿئي ٿو. ان جي ڊيگهه 9 انچ ٿيندي آهي. هيءَ مڇي واري ۾ ٽبي هڻي به هلي ويندي آهي، هن جا ٻه قسم ٿين ٿا: هڪ ڦاٿي گول ۽ ٻي ڊگهي سول (Sole). هيءَ مڇي رائي، گپ ۽ گاهه کائيندي آهي ۽ ڪناري جي ويجهو رهندي آهي.

**چيلارو:** ميرپورخاص جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اوطاق سيٺ هاري، اوطاق سيٺ نارائڻ داس، سيٺ موهن داس، ميوو خان لغاري، لعل دين ۽ ويرسي ڪولهي.

**چيلري (مڇي):** مٺي توڙي ڪاري پاڻيءَ ۾ مڇيءَ جا ٻه قسم ٿين ٿا. هڪ 'ليئي' مڇي، جنهن تي چلر ڪونه ٿين. جيئن: جرڪو، پاپليٽ، سينگاري، ڳوڄ، لهڙ، ڪگهو وغيره. ٻي چيلري معنيٰ چلرن واري مڇي. جيئن موراڪو،



پلو، ٿيلهي، ڪُرڙو، شاڪُر وغيره. مڇين جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته چلر کل ۽ ماس جي وچ مان نڪرن ٿا. مختلف مڇين ۾ مختلف رنگن، نمونن، ترتيب، ۽ ڊيگهه ويڪر جا چلر ملن ٿا. چلر گهڻو ڪري گول يا بيضوي آڪار جا ٿيندا آهن، پر عام طور پنيءَ جي ڪنڌي تي ننڍا چلر ٿين، جڏهن ته ٻنهي پاسن کان هڪجهڙي جي مٿان سٽيل وڏا چلر ٿين. منڍيءَ کان هيٺ ويندي، پُڇ واري حصي تي تمام ننڍا چلر ٿيندا آهن. جسم جي مختلف هنڌن تي به سندن رنگ تبديل هوندو آهي. جيئن ڪُرڙيءَ جي پلءَ تي ڪارا، ٻت تي ڪارا چانديءَ مائل رنگ جا ۽ هيٺ اچا چلڪنا چلر ٿين ٿا، جيئن ته مڇي ترڻ مهل ور وڪڙ کائيندي آهي ۽ سندس ٻت ۾ خاص قسم جو لچڪو پيدا ٿيندو آهي. ان ڪري چلر چيلري مڇين ۾ مخصوص لچڪو پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪندا آهن. جيڪو 'ليئي' مڇيءَ جي ترڻ مهل پيدا ٿيل لچڪي کان مختلف هوندو آهي. مڇيءَ جا چلر نانگ جي چلرن کان مختلف ٿيندا آهن، جو اهي هڪجهڙي مٿان سٽيل هوندا آهن، پر ڳنڍيل نه هوندا آهن. چلرن جي سٽ ڪنڌي کان ٽري تائين ۽ منڍيءَ کان پُڇ تائين سڌ ۾ هوندي آهي. چلر ترڻ مهل مڇيءَ کي درياهه يا سمنڊ ۾ موجود نباتاتي ڪنڊن ۽ مختلف آبي حيات جي حملي کان بچاءَ جو ڪم ڏيڻ کانسواءِ سندس تيراڪيءَ ۾ هڪ مخصوص زاويو قائم رکڻ ۾ مدد ڪندا آهن. چيلري مڇيءَ جو گوشت،

ليئي مڇيءَ جي گوشت کان پڪو ۽ ان جا اوڃا مضبوط ٿيندا آهن. توڙي جو سندس ڏائو (ڪانڊو) پاسو ڪنڌائون ٿئي ٿو.

چيلري مڇيءَ کي ڇهه کنڀڙا ۽ ستون پُڇ ٿيندو آهي. اهي کنڀڙا ڪيس هڪ جاءِ تي بيهڻ، اڳتي پوئتي ٿيڻ، هلڻ، ڦرڻ گهرڻ ۾ مدد ڪندا آهن. هنن کي پکرا به چوندا آهن. چيلري مڇيءَ کي ٻه پکرا آڏو ڪلهي يا ڪَڇن وارا ٻين کان ڪي قدر وڏا ۽ مضبوط ٿيندا آهن، انهن کي ڪَرم چوندا آهن. اهي ڪرم به مڇيءَ کي هلڻ ۽ پڇڻ کانسواءِ هڪ جاءِ تي بيهڻ ۾ به مدد ڪندا آهن. ٻه پکرا پُڇ واري پاسي پيٽ جي هيٺان ٿيندا آهن، جيڪي ٽنگن جو ڪم ڏيندا آهن. پنجون پکرو هيٺان ڏُن وٽ ٿيندو آهي. ڇهون پکرو پٺيءَ يا ڦٽيءَ جي مٿان ٿيندو آهي، جيڪو سخت ڏانديءَ مثل ٿئي. چيلري مڇيءَ جو پڇ چوٽيءَ ۾ چيرائون، ٻه ڦاڪو ۽ ڪنڊن سان ٿئي. هيٺيون مڇيون چيلري مڇيءَ ۾ شمار ٿين ٿيون:

(1) ٻٽي يا ڦنڊٽي، (2) پٽراس، (3) پلي، پلٽي، (4) پليٽڙو (5) پوپري، (6) ٽپڙي، (7) ٽڪر، (8) ٽيڪڻ، (9)دوٿر (10) ٿيلهي، (11) ڇنڙو (12) ڇالي، (13)، ڇوڇي، (14) دانر (15) ڏجو (16) ڏرو (17) دئي، (18) پلو (19) ڪرڙو، (20) موراڪو، (21) گلفام، (22) ديفر (23) ديو (24) ڏاهي، (25) ڏنيرو، (26) ڏولرو، (27) ڏينڊ، (28) سرلو (29) سرهيو (30) سُريو (31) سٽي، (32) شاڪر،(33) ڦاڦونڊي،(34) ڦنڊٽي، (35) ڪانڊيري، (36) ڪرال، (37) ڪُرڙي، (38) ڳاٽيرو، (39) گانگٽ، (40) گاٽريا گاٽرو، (41) گنڊٽي، (42) گلي، (43) گولي، (44) مري، (45) مُڪر، (46) مُنڊي، (47) وانڇي، (48) وونج، (40) وهڙ يا وِهرو وغيره.

**چينار:** ساوڻ ڪانپوءِ پاڻي پٽني هٽي ويندو آهي ۽ درياهه ۾ لاٽ ايندي آهي، اهڙي حالت ۾ ڪناري تي ڪن ڪن هنڌن جو ڪجهه پاڻي رهجي ويندو آهي، جنهن کي چينار چئبو آهي.

**چينهَرو:** آب ڪلاٽيءَ کان پوءِ سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر جي مهينن ۾ درياهه جو وهڪرو گهٽو گهٽجي ويندو آهي ۽ جوُن ۾ اُن جون چاڙهون ظاهر ٿي پونديون آهن. درياهه جو پاڻي ڍنڍن ڍورن ۾ ڇرن جي صورت ۾ ڏسڻ ۾ ايندو آهي. پاڻيءَ جي اهڙيءَ صورتحال کي پاڻيءَ جو چينهرو چيو ويندو آهي.

**چيٺو:** چوپائي مال جي نيڪال ٿيل مادي کي چيٺو چئبو آهي. چيٺو خاص ڪري ڳئون ۽ مينهن جي نيڪال ڪيل مادي کي چئبو آهي. هنن جانورن جو



چيٺو سڪائڻ کانپوءِ ٻارڻ جي ڪم ايندو آهي. جديد ٽيڪنالاجيءَ ذريعي چيٺي مان بايو گئس (bio-gas) ٺاهي وڃي ٿي، ۽ پاڪستان ۾ (سنڌ سميت) ان قسم جا ننڍا پلانٽ ڪيترن ڳوٺن ۾ لڳايا ويا آهن، جنهن کي پڻ ٻارڻ طور استعمال ڪيو وڃي ٿو. ان کان سواءِ طبيب دوائن جي تياريءَ چيٺن جي ڌڌي باهه تي ڪندا آهن. سڪل چيٺي جي

ڦلهيار تيل ۾ ملائي گهٽي رت اچڻ واري هنڌ تي رکندا آهن ته رت بند ٿي ويندو آهي. گهر کي راڳي ڏيڻ لاءِ به چيٽي کي مٽيءَ ۾ ملائي ڪتب آندو ويندو آهي. هندو ڌرم ۾ ڳائي مال جي چيٽي توڙي پيشاب کي وڏو درجو مليل آهي. ٻڪرين جي نيڪال کي ڦولهڙيون، گڏھ ۽ گهوڙي جي نيڪالي مادي کي لڏ ۽ اٺ جي فضلي کي ليڏوٽا چئبو آهي.

**چيٽي** (اوزار): چيٽي الف جي شڪل تي ٺوري چپٽري ٺيندي آهي ۽ ان جا ننڊ وڏائيءَ موجب ڪيترا قسم ٿيندا آهن. چيٽيءَ جو منهن تمام تکو ۽ تيز هوندو آهي، ان ڪري هي لوهه يا رڪ جي کهڙي به شيءِ کي وڍيندي دير نه ڪندي آهي. چيٽيون ڪاٺ چيرڻ جي به ڪم اينديون آهن. چيٽين جا ڪيترا قسم ٿيندا آهن.





# ح

**حاتم طائي:** حاتم طائي عربستان جو مشهور سخي مرد ’طي‘ قبيلي جو سردار هو انهيءَ ڪري ڪيس حاتم طائي سڏيندا هئا. هيءُ بشر بن حازم ۽ عبيد بن الابرص جهڙن شاعرن جو همعصر هو حاتم هڪ سخي مرد هو خاص طور تي هن ۾ مهمان نوازي ۽ سخاوت گهڻي موجود هئي. هن مهمان نوازي ۽ سخاوت ڪرڻ وقت پنهنجي ضرورتن جي ڪڏهن به پرواهه نه ڪئي. هن جي باري ۾ جيڪي روايتون بيان ڪيون وڃن ٿيون انهن مطابق هي



اسلام کان اڳ عربن ۾ سخا جو هڪ بهترين نمونو هو هن جي فياضي مثالي هئي. انهيءَ ڪري هن کي جواد يا اجود چوندا هئا. حاتم طائي 605ع ۾ فوت ٿيو ان وقت حضور اڪرم صلعم جي عمر 35 ورهيه هئي. هن جي مزار غالباً بلاد طي جي هڪ پهاڙ جي مٿان واقع آهي. جيڪو تنغ ۾ وادي حائل جي ڪناري تي واقع آهي.

هن جي مزار جي ساڄي ۽ کابي پاسي پٿر جون چار مورتيون هيون. جن جون شڪليون ڇوڪرين جهڙيون هيون. جيڪي پنهنجن وارن کي وکيري هن جي قبر تي ماتم ڪندي محسوس ٿينديون هيون. هن جي قبر جي ويجهو اٽ وڏين ديڳن جي ڪجهه ٻچيل ٽڪرن جي نمائش ڪئي وئي هئي، جنهن مان هو پنهنجي مهمانن جي مهمان نوازي ڪندو هو بقول پال گريو جي ته: ”حاتم جي مزار هن علائقي ۾ اڃا تائين مشهور آهي. حاتم طائي جي شاعري گهڻو ڪري سخاوت ۽ ايثار جي تعريف ۾ آهي. عربي ادب ۾ هن جي شخصيت هر دلعزيز آهي.“ حاتم طائي عرب تاريخ جي جاهليت واري دور جو پلوڙ شاعر تي گذريو آهي. سندس ديوان لنڊن ۽ بيروت مان ڇپجي چڪو آهي. ايران ۾ به هن جو داستان ’قصه حاتم طائي/قصه هفت سير‘ ڇپجي چڪو آهي، جنهنجو ترجمو ڊي. فوربس 1830ع ۾ ڪري لنڊن مان شايع ڪرايو هو حاتم جي زندگي ۽ ان جي ڪارنامن کي علامه حسين واعظ ڪاشفي پنهنجي ناياب تصنيف ’قصص آثار حاتم طائي‘ ۾ قلمبند ڪيو آهي. حاتم طائي جي اولاد ۾ هڪ ڌيءَ ۽ هڪ پٽ هو حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جو اخلاق ڏسي ڀهرين حاتم طائيءَ جي ڌيءَ اسلام قبول ڪيو ۽ جلد ئي حاتم طائي جي پٽ عدي بن حاتم به اسلام قبول ڪيو ۽ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي اصحابين ۾ شامل ٿي ويو.

**حاتم علوي:** سياسي، سماجي شخصيت ۽ بينڪار حاتم علي علوي ڪراچيءَ جي داٿودي بوهرا قبيلي جي سيٺ ڪريمجي مانڊوي واري جو پوٽو هو. سندس والد سيٺ علي ڀائي 1866ع ۾ واپار سانگي اچي ڪراچيءَ ۾ مقيم ٿيو جتي محنت، ڪفايت شعاريءَ ۽ قابليت سان ترت ئي واپار ذريعي چڱو پئسو ڪڏ ڪري ويو ۽ ڪافي جائداد ڪٺي ڪيائين. حاتم علويءَ، 5 جمادي الثاني 1311ھ/ 20 آڪٽوبر 1898ع پالڻپور، گجرات ۾ جنم ورتو. سندس والد سيٺ علي ڀائي ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي وجود ۾ اچڻ کانپوءِ سرڪار طرفان ان جو ميمبر نامزد ٿيو. بعد ۾ پاڪستان قائم ٿيڻ تائين ميونسپالٽيءَ تي سندس خاندان مان ميمبر چونڊبندا آيا. حاتم علويءَ جو والد 1901ع ۾ وفات ڪري ويو.



حاتم علويءَ ڪراچي جي سنڌ مدرسي ۾ تعليم ورتي، جيڪو خانبهادر حسن علي آفنديءَ سيپٽمبر 1885ع ۾ قائم ڪيو هو ۽ ان جي ڀهرئين بورڊ ۾ حاتم جو والد سيٺ علي ڀائي ميمبر هو مئٽرڪ پاس ڪرڻ کان اڳ هن انگريز حڪومت خلاف هڪ مضمون لکيو، جنهن سبب ڪيس سنڌ مدرسي مان نيڪالي ڏني وئي. اڪثر وقت مطالعي ۽ مذهبي مشغولين ۾ گذاريائين. ننڍي هوندي کان ڀيءُ ماءُ جي صحبت مٿس گهرو مذهبي اثر وڌو ۽ ٿياسافيڪل سوسائٽيءَ جو ميمبر بڻيو حاتم علوي مختلف شعبن ۾ مختلف عهدن تي رهيو جن ۾ سنڌ مدرسي بورڊ جو ميمبر، سنڌ يونيورسٽي ڪميشن جو ميمبر، ڪراچي يونيورسٽي سينڊيڪيٽ جو ميمبر، ڪراچي اڪيڊمي هاءِ اسڪول ۾ پنجويهن سالن تائين اعزازي سيڪريٽري، عليگڙهه يونيورسٽي ڪورٽ جو ميمبر، صحت کاتي جي ڪراچي ريڊڪراس سوسائٽيءَ جو چيئرمئن، غريب مريضن جي سهائتا ڪميٽيءَ جو چيئرمئن، ليبر اسٽاف سوسائٽيءَ جو ميمبر، ڪراچي سوشل سروس جو چيئرمئن، گونگن، ٻوڙن ۽ انڌن جي سروس ليگ جو چيئرمئن، کاڌ خوراڪ جي فوڊ گرين پاليسي ڪميٽي گورنمينٽ آف انڊيا جو ميمبر، لوڪل باڊيز ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو 1926ع ۾ ميمبر ۽ نائب صدر، ڪراچي ڪارپوريشن جو ميئر، لوڪل سيلف گورنمينٽ انڪوائري ڪاميٽي سنڌ جو ميمبر، ڪراچي ضلعي لوڪلبورڊ جو ميمبر، ڪراچي پورٽ ٽرسٽ جو ٽرسٽي ۽ نائب صدر، ڪراچي اربن ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ جو چيئرمئن، سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ جو ڊائريڪٽر ۽ وائيس چيئرمئن، اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جو ڊائريڪٽر، پاڪستان انڊسٽريل فنانس ڪارپوريشن جو چيئرمئن، پاڪستان سمال سيونگ اسڪيم جو آنرري ڪمشنر، ٻاهرين ملڪن جي مختلف دورن دوران وفدن جو اڳواڻ، پرڏيهي معاملن جي آفريڪن ليگ پاڪستان جو چيئرمئن، فرينڊس آف ويسٽ جو اعزازي سيڪريٽري، پاڪ- چائنا فرينڊشپ سوسائٽيءَ جو صدر، پاڪ- جرمن فورم جو ميمبر، پاڪستان لنڊن سوسائٽيءَ جو ميمبر ۽ بين الاقوامي اسلامي ايڪنامڪ ڪانفرنس جو ميمبر ۽ ٻيا عهدا اچي وڃن ٿا.

جڏهن خلافت تحريڪ دوران هندو- مسلم اتحاد پيدا ٿيو ته حاتم علوي ڪانگريس تحريڪ ۾ داخل ٿيو. ليڪن جڏهن آل انڊيا آئيني سوالن تان مسلم ليگ ۽ ڪانگريس وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيا ته هن مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي، هن نوجوانن جو هڪ گروهه به ٺاهيو ۽ ’اڳي قدم‘ رسالي ۾ مضمون لکي نون خيالن جي پرچار ڪرڻ لڳو. هيءُ 26 جنوري 1986ع تي وفات ڪري ويو. سندس مزار نور باغ ميوا شاهه قبرستان، ڪراچيءَ ۾ آهي.

**حاجاڻو** (ديهه): تعلقي ڪنڊڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

غلام علي بکراڻي، احمد خان بجاراڻي، شاهه مير بمبل، ڳهڻو ڪوسو ۽ پليو بمبل.

**حاجاڻو، محمد يعقوب، مولانا**: مولانا محمد يعقوب ولد سونهارو خان حاجاڻو ناليوارو عالم ۽ تحريڪ آزاديءَ جو سرگرم ڪارڪن ٿي گذريو آهي. هن 26 جنوري 1912ع ڌاري ديهه ليارِي، تعلقي ٺٽوري ۾ جنم ورتو. ابتدائي عربيءَ جي تعليم 'دارالعلوم ولهيٽ' تعلقي عمرڪوٽ ۾ ورتائين. ان بعد 'دارالعلوم قراني' تعلقي ٺٽوري ۾ فقهه ۽ حديث جي تعليم پوري ڪري، پيهر 'دارالعلوم ولهيٽ' ۾ باقي رهيل ڪتاب ۽ تفسير پڙهيو.

تعليم جي تحصيل ڪانپوءِ سياست ۾ حصو ورتائين ۽ 'خلافت تحريڪ' جو سرگرم ڪارڪن رهيو. خلافت تحريڪ جي خاتمي بعد 'آل انڊيا ڪانگريس' ۾ رهيو. 1938ع ڌاري 'خاڪسار تحريڪ' ۾ شامل ٿيو ۽ ورهاڱي تائين ان ۾ سرگرم رهيو. حڪمرانن خلاف سرگرم سياست جي ڪري سول نافرمانيءَ جي ڏوهه ۾ قلم 307 هيٺ ٻن سالن لاءِ ڊسٽرڪٽ جيل ملتان ۾ قيد رهيو. جيل مان آزاد ٿيڻ کان پوءِ وڌيڪ سرگرم ٿيو ڳوٺن ۽ شهرن ۾ وچي ماڻهن ۾ سياسي شعور بيدار ڪرڻ لاءِ ڪم ڪرڻ لڳو. 'خاڪسار' تحريڪ، تعلقي ٺٽوري جو سالار مقرر ٿيو. هن هارين جي حقن لاءِ ڏکهي جدوجهد ڪئي.

**حاجب رام**: ڪتاب 'فتح نامہ سنڌ عرف چچ نامہ' ۾ علي ڪوفي ڄاڻائي ٿو ته: "حاجب رام وڏو دانا، عالم شخص هو. هي پنهنجي قابليت سان راءِ گهراڻي جي خاص ماڻهن ۾ شامل ٿيو. راءِ سهاسيءَ حاجب رام کي 'وڏو وزير' مقرر ڪيو. راءِ سهاسيءَ جي وقت ۾ بادشاهي فرمانن ۾ سندس صلاح کي وڏي اهميت حاصل هوندي هئي. هن جي حڪم ۾ ڪنهن به وزير يا امير کي هٿ چراند ڪرڻ جي اجازت نه هئي. خط وڪتابت، فرمان ۽ پروانا پڻ هن جي ڪاتي ۾ هئا. راءِ سهاسيءَ کي هن تي وڏو ڀروسو هوندو هو. سندس زال راڻي سونهن ديوي، حاجب رام کي پنهنجي پيءُ جي درجي جي عزت ڏيندي هئي.

حاجب رام وٽ چچ ٻن سيلائچ ملازمت جو سوال ڪٽي آيو جنهن چچ جي ذهانت کي مدنظر رکندي ڪيس پاڻ وٽ رکيو. چچ جي ڏينهن رات محنت کي ڏسندي حاجب رام هن کي جلد 'ديوان رسائل' (وزير مراسلات) جي عهدي تي فائز ڪيو. حاجب رام وڏي عمر ۾ 40هه/ 660ع ۾ وفات ڪئي. سندس مرڻ ڪانپوءِ سندس جاءِ تي چچ ٻن سيلائچ کي مقرر ڪيو ويو."

**حاجن حبدار**: سگهڙ ۽ شاعر حاجن حبدار ولد احمد لوهر 1944ع ڌاري تاريخي ماڳ پنهواري، ضلعي سکر ۾ ڄائو. لوهارکي پيشي سان واسطو اٿس. غوثل ميراڻيءَ جي رهنمائيءَ ۽ مٺل نوراجائيءَ جي سنگت ۾ شاعري شروع ڪيائين. سندس شاعريءَ جا چار مجموعا: (1) 'وري انڪار'، (2) 'وري اقرار'، (3) 'زلفن جي زنجير' ۽ (4) سور پچار' ۽ نظماڻي نثر جو هڪ ڪتاب 'زور جي مينڊي' ڇپيو آهي. حاجن حبدار جا مولود اڪثر مڪٿو فقير مهر ۽ عبدالرحيم عزمي ريڊيي توڙي ٽي. وي تي ڳائيندا رهيا آهن. هن وقت تعلقي پني عاقل جي ڳوٺ نوراجه ۾ رهائش پذير آهي.

**حاجن 'سائل' ميمڻ**: حاجي محمد 'حاجن سائل' ولد حاجي عبدالحڪيم 'عاجز' ميمڻ 8 اپريل 1945ع تي مٽياري شهر ۾ ڄائو. سندس خاندان پسارڪو ڌنڌو ڪندو آهي، تنهنڪري 'پساري ميمڻ' سڏجن ٿا. پنهنجي والد ۽ چاچي کي مولود پڙهندي ڏسي ڪيس مذهبي شاعري ڪرڻ جو شوق ٿيو. هيءُ نظم توڙي نثر ۾ لکي ٿو هن جي شاعري رومانوي غزلن ۽ مذهبي موضوع تي آهي. هي پنهنجا ڪتاب ڇپرائي بنا معاوضي جي ورهائي ڇڏيندو آهي. سندس 7 ڪتاب ڇپجي چڪا آهن جن ۾:

(1) نجات جهنم حاصلاتِ بهشت (1969ع)، (2) چاليهه سوڪڙيون (1972ع)، (3) حقيقي زندگي (1995ع)، (4) روزو ۽ بندگي (1996ع)، (5) سوڪڙيءَ تي سوڪڙي (1997ع)، (6) عملي زندگي (1998ع) ۽ (7) درودن جو گلدستو (2000ع) شامل آهن. هن وقت مٽياريءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**حاجن شاهه** (ديهه): تعلقي خيرپور جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لعل بخش ٽگڙ، پليو ملنگ، عبدالله ٽگڙ، بخشو وهاڻ، ڪاٺ ميتلو، علي مراد جاگيراڻي، پليڏنو واحد بخش جلباڻي، ڳوٺ پتي، گاگڙي ۽ محمد صالح.

**حاجن شاهه بخاري، سيد**: سنڌ جي صوفي بزرگ ۽ شاعر حاجن شاهه ولد رحيم شاهه بخاري 1835ع ڌاري ڏکڻ شهر لڳ هڪ ننڍڙي ڳوٺ لونگاڻي شريف تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي شڪارپور ۾ جنم ورتو. هن جا وڏا عربستان کان هجرت ڪري پنجاب جي ڳوٺ "اچ شريف" ۾ اچي آباد ٿيا، جتان سندن خاندان جو هڪ فرد سيد گل شاهه پهرين هنگورجا، ضلعي خيرپور ميرس ۽ بعد ۾ ضلعي لاڙڪاڻي جي حمزاڻي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. ڪجهه عرصي بعد لڏي اچي ڳوٺ لونگاڻي شريف کي پنهن جو مسڪن بڻايائين ۽ ان ئي ڳوٺ جو نالو پنهنجي پياري عقيدتمند لونگ فقير جوڻيجي جي نالي پٺيان 'لونگاڻي' رکيو هئائين.

حاجن شاهه بخاريءَ جي طريقت جو سلسلو مخدوم خواجه عبدالحئي نقشبندي بن پير شهاب الدين پير ڏٺيءَ سان ملي ٿو. هيءُ نقشبندي طريقي جي شيخ عبدالاحد فاروقي بلقب امام رباني مجدد الف ثاني سرهنديءَ جي پنجين پيڙهيءَ مان هو. هنن صوفين جي نوشهري فيروز واري خانقاهه، سنڌ جي ڇئن وڏين خانقاهن مان هڪ آهي. هي صوفي بزرگ پنهنجي وقت جو باڪمال شاعر به ٿي گذريو آهي. هن کي هڪ پٽ ٿيو. جيڪو ننڍپڻ ۾ وفات ڪري ويو. هن صوفي بزرگ 27 ربيع الاول 1326هه مطابق 30 اپريل 1908ع ۾ وفات ڪئي. لونگاڻي شريف ۾ سندس مزار تي عاليشان مقبرو جوڙيل آهي. هن بزرگ جو عرس هر سال ربيع الاول جي مهيني جي 25، 26 ۽ 27 تاريخ تي ملهايو ويندو آهي، جنهن ۾ پري پري جا گيڙوءَ رتا فقير ۽ ويراڳي شامل ٿيندا آهن. ان موقعي تي مشاعرو ۽ راڳ رنگ به ٿئي ٿو.

**حاجن شاهه جو دڙو**: هيءُ دڙو اسلامي دؤر جو ڇيو وڃي ٿو. دڙو 12 ايڪڙن جي ايراضي تي پکڙيل آهي. هيءُ دڙو تعلقي جوهي، ضلعي دادو جي ڳوٺ مشتاق جمالي ۽ شاهه شڪر گنج جي پرِ ۾ واقع آهي. دڙي جي مٿاڇري تان ڪاشيءَ جون ٽڪريون مليون آهن، جن تي گل چٽيل آهن. ان سان گڏ نيلن

جا ٽڪرا ۽ سرن جا اڏڙ وغيره به مليا آهن. جن مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءُ ڪجهه وقت آڳاٽو آباد ٿيل شهر هو. هتان نڪر جي جندڻ جا ٽڪرا، گهگهين جون ڏيريون، ڪوڏرن جا ٽڪر ٽوٽا به مليا آهن. هتي ڪيل هلڪي کوٽائيءَ سان ٽامي جا سڪا وغيره پڻ مليا آهن.

**حاجن شاهه 'هموطن' سيتائي:** سيد حاجن شاهه 'هموطن' ولد سيد فتح محمد شاهه، 5 مارچ 1913ع تي سيتا ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. وقت جو سنو شاعر ۽ اديب ٿي گذريو آهي. سيد حاجن شاهه ابتدائي تعليم سيتا ۾ حاصل ڪئي ۽ پوءِ عربي ۽ فارسي به پڙهيو پر والد جي وفات بعد وڌيڪ تعليم حاصل ڪري نه سگهيو ۽ پنهنجي ڀاءُ سيد عالم شاهه جي سايي هيٺ رهيو. جيڪو راڳ، رنگ جو ڪوڏيو هو ۽ خود به سٺو راڳي هو. 'هموطن' کي پنهنجي ڀاءُ وٽان راڳ جو علم حصي ۾ آيو جنهن ۾ اڳتي هلي پنهن جو پاڻ موکيائين. 'هموطن' سيتائي پنهنجي ڀاءُ عالم شاهه جي اوچتي جدائيءَ سبب بي حال ٿي پيو، عشق جي چوٽ لڳڻ سبب شاعري ڪيائين. شروع ۾ کيس جمع خان 'غريب'، محمود 'خادم' ۽ محمد رمضان 'ثاقب' جي صحبت نصيب ٿي ۽ 1939ع کان محمد صديق 'مسافر' سخن جي سلسلي ۾ سندس رهنمائي ڪئي، جنهنڪري 'هموطن' هڪ سٺو شاعر ٿي اڀريو. هن مختلف صنفن ۾ شاعري ڪئي. سندس شاعري اڪثر اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجندي رهي. شعر و شاعريءَ کان سواءِ راڳ رنگ جو به وڏو شائق هو. هن ڪجهه ڊراما به لکي اسٽيج ڪرايا ۽ انهن مان حاصل ٿيندڙ پئسو غريب شاگردن جي تعليم تي خرچ ڪيائين. نهايت فياض طبيعت ماڻهو هو. 14 مئي 1970ع تي وفات ڪيائين. سندس غزل جو هڪ نمونو پيش ڪجي ٿو:

نه ڇيڙيو قصئه غم ۽ نه ڪريو ڪو بيان دل جو،
نه آ درد آشنا ڪوئي نه آ ڪو مهربان دل جو،
خوشيءَ جو مهر تابان ڪو نه اڀريو آهي اڄ تائين،
گهٽي عرصي کان اونداهو رهي ٿو آسمان دل جو

**حاجي**[1]: حاجي لفظ حج ادا ڪرڻ وارن لاءِ استعمال ڪيو ويندو آهي. عيدالاضحيٰ جي موقعي تي ڪعبة الله جو حج ڪري ايندڙن کي حاجي چيو ويندو آهي. حج جو رڪن نماز ۽ روزي وانگر سيني تي فرض نه هوندو آهي،



بلڪ سرنديءَ واري شخص تي فرض هوندو آهي. حاجيءَ جو لفظ خطاب طور استعمال ٿئي ٿو حج اسلام جو ٽيون رُڪن آهي، جيڪو مسلمان هيءُ رڪن 'حج' بجا آڻيندو آهي، ان جي نالي سان حاجيءَ جو لفظ لاڳو ٿي ويندو آهي، پر جنهن شخص به يا ٻن کان وڌيڪ حج ڪيا هوندا آهن، تنهن کي 'الحاج' جي خطاب سان نوازيو ويندو آهي. *(وڌيڪ ڏسو: حج)*

**حاجي آغا ڏنو** (ديهه): تعلقي شهداد پور جي هڪ ديهه ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪريم خان عمراڻي، محمد ڏاهري، ٻچل ڏاهري، ٻچل انڙ، گل خان عمراڻي، پانڌي زرداري، حاجي مينهون سمو، جمال پلهه، ملان حرمت، خيرو ڏاهري، احمد سمو ۽ ابراهيم مهاجر.

**حاجي ابو طالب، اگهمي:** هيءُ بزرگ خواجا محمد زمان لنواريءَ واري جو مُريد هو. هن شام، عرب ۽ روم تائين مختلف هنڌن جو پيدل سفر ڪري، درويشن جون زيارتون ڪيون. هيءُ 'تارڪ دنيا' بزرگ ٿي گذريو آهي. بازار ۾ ڇٽا وڪٽي ٻڪريون چاري، انهن جي ان ڪتري پنهن جو گذر ڪندو هو. جيتوڻيڪ مرشد پاران مريد ڪرڻ جي اجازت مليل هئس، ان جي باوجود هيءُ پيري مريديءَ کان لهرائيندو هو. هن معرفت جي ماڳ ماڻڻ باوجود فقط ٻه مريد ڪيا، جن مان هڪڙو سيد محمد مدني هو. جيڪو عربستان جو وڏو بزرگ ٻڌيو ۽ ٻيو درويش محمد صالح کهڙوي هو. هن لاءِ روايت آهي ته هيءُ انتهائي سادگيءَ واري زندگي گذارڻ وارن بزرگن مان هو. شيخ ابوطالب اگهمي پنهنجي آخري عمر ۾، حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ واقع سيدپور ڳوٺ ۾ اچي رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. جتي سندس مقبرو اڄ به موجود آهي.

**حاجي احمد بخش:** بزرگ، شاعر حاجي احمد بخش جو اصل نالو عبدالحق ولد علي بخش ولد مينهون هو. هن ڦهرين فيبروري 1908ع تي ضلعي شڪارپور ۾ جنم ورتو. ننڍي هوندي کيس مڪتب ۾ ويهاريو ويو، جتي ٽي درجا پڙهيو. سندس لاڙو ننڍي هوندي کان ئي ديني ڪمن ڏانهن هو. هن قرآن پاڪ جا ترجما ۽ تفسير پڙهيا. قرآن شريف گهڻو پڙهڻ سبب کيس قرآن مجيد جو وڏو حصو ياد ٿي ويو. مسجد جو پيش امام به ٿي رهيو ۽ چار حج ڪيائين. پنهن جو ذاتي دڪان هلائي گذر سفر ڪندو هو. سهروردي طريقي ۾ شيخ بهاؤالدين رح جو پوئلڳ ٿيو. 1942ع واري ٻوڏ کان پوءِ لڏي اچي رستم شهر ۾ ويٺو ۽ باقي حياتي اتي ئي گذاريائين. بهترين شاعر هو. سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ ڪافي ڪلام چيائين. سندس شاعري جو ڪتاب 'انتخاب احمد' جي نالي سان ڇپيل آهي. هن 5 ربيع الاول 1399هه/ 3 فيبروري 1979ع تي وفات ڪئي. سندس تربت رستم جي ڪالا شاهه پير قبرستان ۾ آهي.

**حاجي اسماعيل پير ڍنڍ:** هيءَ ڍنڍ پاٽ ضلعي دادوءَ ۾ پراڻي بچاءَ بند ۽ نئين بچاءَ بند جي وچ تي آهي. جتي ناصراڻي ڳوٺ کان لڏي آيل چانڊيا ويٺل آهن. هن ڍوري جي اتر ۾ ترائيءَ جو ڳوٺ آهي. اتر اوير ۾ پيارائي چانڊيا ويٺل آهن. پير حاجي اسماعيل ڍنڍ فشريز کاتي وارا نيلام ڪندا آهن. هن ڍنڍ جو پاڻي چر ڇهڻ سان درياهه ڏانهن موٽي ويندو آهي. باقي ڍنڍ ۾ ٽانگهو پاڻي بچندو آهي. تنهنڪري هن ڍنڍ ۾ ٿوري مڇي مري ٿي. حاجي اسماعيل ستين هجري صديءَ/تيرهين عيسوي صديءَ جو هڪ بزرگ ٿي گذريو آهي، جنهن جي نالي پٺيان هن ڍنڍ تي اهو نالو پيو. ان بزرگ جو مقبرو پراڻي پاٽ ۾ آهي.

**حاجي امام الدين راشدي:** حاجي سيد امام الدين ولد پير سيد رشيد الدين، پير پاڳارا خاندان جو هڪ اهم بزرگ ٿي گذريو آهي. هن پنهنجي والد جي تربيت هيٺ تصوف ۽ سلوڪ جون منزلون طئه ڪيون ۽ قادريه، راشديه طريقو اختيار ڪيو.

فقهي طور اهل حديث ڏانهن رغبت هئس، پر عملي طور حنفي طريقي جو هو. هيءُ مذهبي علم تي عبور رکڻ سميت حڪمت جو پڻ وڏو ڄاڻو هو. ان کان سواءِ علم ڪيميا، علم رمل ۽ جفر جو به ماهر هو. طبعيت ۾ سخي ۽ مهمان نواز هو. ڪڏهن به پنهنجي در تان سائل کي خالي نه موٽايائين. هيءُ جوانيءَ کي رسيو ته پنهنجي والد بزرگ جي حڪم سان مشهور درگاهه ٺلاهه شريف ۾ وڃي رهيو ۽ اتي وڏي جماعت هن جي فيض مان فيضياب ٿي. هن 1904ع ڌاري حج ڪيو. مولانا عبيدالله سنڌي جڏهن 1901ع ڌاري 'مدرسه دارالرشد' جو بنياد وڌو، تڏهن ان جي انجمن شوريٰ جو هيءُ به ميمبر هو. 1931ع ڌاري گُرڙدن جي بيماري سبب وفات ڪري ويو.

**حاجي بابا اصفهاني** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اصل ۾ انگريزيءَ ۾ ڪيپٽن جيمس موريئر جو لکيل آهي. جيڪو ايران جو مشهور سياح هو. موريئر جو انگريزيءَ ۾ لکيل هيءُ ڪتاب 'Haji Baba Asfhani' 1823ع ۾ لنڊن مان ڇپيو. مرزا قليچ بيگ هن ڪتاب جو سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمو 1914ع ۾ ڪيو. مرزا صاحب ديباچي ۾ لکي ٿو ته: "موريئر جو هيءُ ڪتاب ماڻهن کي گهڻو پسند آيو. جنهن ڪانپوءِ هن ڪتاب جو ڪيترن ئي ٻولين ۾ ترجمو ٿيو. هندستان ۾ وري اردوءَ ۾ ترجمو ٿيو. هڪ معزز دوست جي صلاح تي مون ان جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو." مرزا صاحب هن ڪتاب جو ترجمو تمام سليس سنڌيءَ ۾ ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل چاليهه باب آهن. انهن چاليهن بابن ۾ حاجي بابا اصفهانيءَ جو مفصل قصو بيان ڪيل آهي. حاجي بابا اصفهاني ڪيئن حجام مان وڃي ايران جي حاڪم وٽ امير ۽ وزير ٿيو. ان ڪانسواءِ ايراني شاعر عسڪر شيرازي، ڪجهه درويشن، حڪيمن، حاجي بابا اصفهاني ۽ سندس معشوقه جو تفصيلي قصو، انهي معشوقه جو احوال ۽ يوسف ارمني ۽ سندس زال جو پڻ تفصيلي قصو بيان ڪيل آهي. ڪرائون سائيز ۾ 419 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب 1961ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿيو.




**حاجي بولو**: حاجي بولو پنهنجي وقت جو عالم ٿي گذريو آهي. ڪتاب 'تحفة الڪرام' ۾ مير علي شير قانع ٺٽويءَ لکي ٿو ته: "حاجي بولو ٺٽي کان پريرو هڪ ڳوٺ جو رهاڪو هو. هيءُ پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو. حاجي ٺيٺ ڪانپوءِ ٺٽي ۾ رهائش اختيار ڪيائين ۽ ٺٽي ۾ ڪافي عرصي تائين طالبن کي علمي فيض ڏيندو رهيو ۽ انهيءَ دوران ٺٽي ۾ گذاري ويو. سندس قبر مڪليءَ ۾ موجود آهي."

**حاجي پور** (ديهه): ضلعي ۽ تعلقي ٺٽي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'جنگلي شورو'، 'عثمان چنو' ۽ 'حاجي پور' نالي ڳوٺ آباد آهن.

**حاجي حسين**: ڪتاب 'تحفة الطاهرين' ۾ شيخ محمداعظم لکي ٿو ته: "حاجي حسين فقهه ۽ حديث جو وڏو عالم هو هڪ ڏينهن تلاوت ڪلام پاڪ ڪندي سندس نظر جڏهن هن آيت 'وَلِلّٰه المَشرِقُ وَالمَغرِب فَاَينَمَا تُوَلُّوا فَثَمَّ وَجهُ اللّٰه' (ترجمو: ۽ اوڀر ۽ اولهه جو مالڪ الله ئي آهي، تون جيڏانهن به منهن ڪندين، تيڏانهن الله ئي هوندو." *(سورة بقره، آيت: 115)* پهتي، تڏهن ٽڏو ساهه ڪنيائين ۽ اڳتي هلي سڄي زندگي محبت الـٰهي ۾ گذاري ڇڏيائين. روايت آهي ته ٺٽي جو هڪ شريف ماڻهو ميرزا محمد ظفر نالي سندس عقيدتمند هو. ان هڪ ڏينهن هن بزرگ جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته ماڻهو هندستان وڃي سرڪاري نوڪريءَ جي منصب کان سرفراز پيا ٿين، منهنجي به دلي خواهش آهي ته آءٌ به وڃي ڪو منصب حاصل ڪريان. هن بزرگ هن کي هڪدم هڪ پراڻو ٿيلهو ڏنو ۽ چيائين ته جيترن پئسن جي ضرورت هجئي، هن ٿيلهي مان پيو ڪيجان، پر ڪڏهن به هن کي کولي نه ڏسجان. مرزا احمد ظفر اهو ٿيلهو کڻي هندستان روانو ٿيو ۽ شاهجهان آباد ۾ پهچي شاهجهان بادشاهه کان وڏو منصب حاصل ڪيو. مرزا محمد ظفر ٻڌايو ته انهيءَ ٿيلهي مان هن چار سؤ رپيا خرج ڪيا هئا.

**حاجي 'حقير' ابن مگڻ**: حاجي 'حقير' ابن مگڻ خاصخيلي 18 اپريل 1901ع تي ٽنڊي قيصر، ضلعي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. مشهور شاعر، اديب ۽ حڪيم ٿي گذريو آهي. حاجي حقير جو تعلق غريب گهراڻي سان هو. هن قرآن پاڪ ۽ ديني تعليم وٺڻ کان پوءِ ڪجهه درجا سنڌيءَ جا پڙهيا، پوءِ حڪمت سکيو ۽ آخر تائين حڪمت جي پيشي سان وابسته رهيو. حاجي حقير ابن مگڻ نهايت خاموشيءَ سان سنڌي زبان جي خدمت ڪئي. هن نثر توڙي نظم ۾ تمام گهڻو لکيو آهي. ڪيس مذهبي ڄاڻ به سٺي هئي. مذهب جي موضوع تي به ڪجهه ڪتاب لکيائين. خاص ڪري ٻاراڻي ادب تي گهڻو لکيائين. سندس ڪتابن جو وچور هن ريت آهي:

**ٻاراڻو ادب**: (1) شهزادو صبر ۽ سون پري (1958ع)، (2) ڪيهر شينهن جي ڌيءَ (1958ع)، (3) پنج پينرون (1958ع)، (4) دادلو شهزادو (1858ع)، (5) سليماني گل جي دل (1958ع)، (6) راڻي ناز بيگم ۽ طوطا مئنا (1963ع)، (7) بيوقوف بادشاهه ۽ عقلمند وزير (1966ع)، (8) ڪل ۽ خوشي (1967ع) وغيره.

**لوڪ ادب ۽ شاعري**: (1) مومل ۽ مينڌرو (منظوم قصو: 1946ع)، (2) عمر مارئيءَ جون ٽيهه راتيون (منظوم قصو: 1955ع)، (3) سهڻي ميهار (منظوم قصو: 1964ع)، (4) سسئي پنهون (منظوم قصو)، (5) وڏو قصو دودو چنيسر، (6) وڏو قصو سسئي پنهونءَ جو، (7) سوزِ حقير (شاعري)، (8) سچل جو رسالو (ترتيب) وغيره.

**مختلف موضوعن تي ڪتاب**: (1) مظهرالحق (مذهبيات: 1946ع)، (2) شاهه عرب (مذهبيات: 1946ع، (3) رسومات تباهي (1958ع)، (4) الف ليليٰ (چار ياگا: قصو: 1961ع)، (5) سيتلا (علم صحت)، (6) عاشقانه خط عرف محبت جا گل، (7) طبي صلاحڪار، (8) ليليٰ مجنون (قصو) وغيره.

حاجي 'حقير' ابن مگڻ انتهائي خوش خلق، ملنسار ۽ سادي طبيعت جو مالڪ هو. سندس ادبي خدمتون سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ هميشه ياد رهنديون.

هن 30 مارچ 1981ع تي ڳوٺ راول ڦهوڙ ۾ وفات ڪئي.

**حاجي خان** (ديهه): تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'حاجي خان' نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**حاجي خان خشڪ**: ناليواري ملهه پهلوان حاجي خان خشڪ 1946ع ڌاري ٽلٽي شهر، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ کان ئي ميلن ۽ ملاکڙن ڏسڻ جو شوقين هو. ملاکڙن ۾ پهلوانن کي ملهه وڙهندي ڏسي، کيس به شوق ٿيو. جنهن بعد هن استاد امام بخش ميربحر کان تربيت ورتي ۽ سندس نظرداريءَ هيٺ رهي ڪائنس ملهه جا انگ سکيو. استاد کيس سکيا کان پوءِ

شاگرديءَ جو ڏاڳو ٻڌي ملاکڙي ۾ ملھ وڙھڻ جي اجازت ڏني. ھن ڀرپور علائقي جي ملاکڙن ۾ ٽئين جوڙ ۾ ملھ وڙھڻ شروع ڪئي ۽ ٿوري عرصي اندر چڱو نالو ڪڍيائين ۽ جلدي ٻئي جوڙ ۾ پھچي ويو. ٻئي جوڙ ۾ پھچڻ بعد محمد رمضان مگسيءَ کي پنھن جو استاد ڪيائين، بعد ۾ استاد کان ڏاڳو ٻڌرائي، ٻئي جوڙ ۾ پنج سال ملھ وڙھڻ بعد 1971ع ڌاري ڀرپور جوڙ ۾ شامل ٿيو. ڪيس ڪافي ميڊل پڻ مليا. ھن وقت عمر رسيده ھجڻ سبب ملھ وڙھڻ ڇڏي ڏني اٿائين.

**حاجي خان لغاري (ڳوٺ):** ھيءُ شھر/ ڳوٺ ضلعي دادوءَ جو اھم ۽ تعلقي جوھيءَ جو وڏي ۾ وڏو شھر آھي، جيڪو جوھيءَ کان 16 ڪلوميٽر اولھ طرف واقع آھي. ھيءُ شھر ھنر ۽ واپار جو مرڪز آھي. ھن جي آبادي پنج سؤ گھرن کان وڌيڪ آھي. جنھن جي آدمشماري ڏھن ھزارن کان مٿي ٿيندي. ڪجھ خاندان ڪاڇي ۾ مسلسل ڏڪار پوڻ سبب ھتان لڏي چڪا آھن. ھن ڳوٺ ۾ مختلف ذاتين جا ماڻھو رھن ٿا، جن ۾ اڪثريت لغارين جي آھي. ان کان سواءِ کوسا، سولنگي، برھماڻي، پنھور، لاڪا، سومرا، چانڊيا ۽ رستماڻي به رھن ٿا. ھن ڳوٺ جا 60 سيڪڙو ماڻھو زراعت سان لاڳاپيل آھن، باقي 40 سيڪڙو نوڪرين ۾ آھن. ھن علائقي جا 'پيرون' ڪافي مشھور آھن. عوامي شاعر محمد علي 'طالب' لغاري، فيصلن جو اڪابر ۽ ست راڄيءَ جو چڱو مڙس علڻ خان لغاري به ھن ئي ڳوٺ سان واسطو رکن ٿا.

**حاجي خان مگڻھار:** حاجي خان ولد پيرن ڏنو مگڻھار، 1891ع ڌاري ڳوٺ دوداپور، تعلقي ڳڙھي خيرو، ضلعي جيڪب آباد ۾ ڄائو. دوداپور مان 5 درجا پرائمري پاس ڪيائين. پاڻ سٺو فنڪار ۽ طبلي نواز ھو. نوجوانيءَ ۾ ئي فن جي دنيا سان لاڳاپيل رھيو ۽ ڪيترن ئي ملڪن جي مشھور معروف فنڪارن ۽ گلوڪارن سان سنگت ڪيائين، جن ۾: پنڊت ڪنور رام، پنڊت سترامداس، استاد امانت علي، سلامت علي، استاد ارباب خان کوسو، استاد منظور علي خان، جيوڻي ٻائي، مائي الھ وسائي، الھ بچائي، محمد جمن ۽ محمد ابراھيم جھڙا فنڪار شامل رھيا. انھن فنڪارن سان سندس ڪيئي اھم پروگرام ريڊيو، فلمن ۽ ٽي. ويءَ تي رڪارڊ ٿيا. ھن ماسٽر چندر، زاھده پروين، شوڪت علي، ناھيد اخترجھڙن معروف ٽي. وي. جي فنڪارن سان به پاڻ موڪيو.

ھن جھوناڳڙھ، اجمير شريف، جوڌپور ۽ بمبئي ريڊيو اسٽيشنن تي به مختلف فنڪارن سان ڪم ڪيو. جيوڻي ٻائيءَ سان بمبئيءَ ۾ 80 ڪلام رڪارڊ ڪرايائين. ڪيس ڪيترا پيرا ڪراچي، لاھور ۽ ڪوئٽا ٽي. وي تي به گھرايو ويو. لاھور، ملتان، بھاولپور، حيدرآباد ۽ اسلام آباد ريڊيو اسٽيشنن تي به ڪجھ وقت ڪم ڪيائين. پنھنجي زندگيءَ جا تقريباً 70 سال ھن فن جي خدمت ۾ گذاريا. 16 سالن تائين ريڊيو ڪوئٽا تي ڪم ڪري رٽائر ٿيو. سندس خدمتن جي مڃتا طور 'سنگم آرٽس اڪيڊمي' جيڪب آباد پاران سندس دستاربنديءَ جو ھڪ عاليشان پروگرام منعقد ڪيو ويو. زندگيءَ جي آخري ڏينھن ۾ ھيءُ مختلف بيمارين ۽ ڪمزوريءَ سبب دوداپور ۾ لاچاريءَ واري حالت ۾ رھيو ۽ 7 نومبر 1998ع تي وفات ڪيائين.

**حاجي خانڻ چنجڻ:** (ڏسو: خانڻ چنجڻي)

**حاجي خداداد سرھيو:** حاجي خداداد خان سرھيي، 1872ع ڌاري لاڙڪاڻي شھر ۾ جنم ورتو خداداد خان ابتدائي تعليم 'ميان جي ڳوٺ' مان مشھور بزرگ ميان سدن سوائيءَ کان حاصل ڪئي. خدمت خلق ۾ پيش پيش ھئڻ سبب پنھنجي حلقي ۾ ھر دل عزيز ھو. خداداد خان ھڪ ئي وقت ڪيترن عھدن تي رھيو. 1916ع ۾ لاڙڪاڻي جو ميونسپل ڪائونسلر چونڊيو ويو. 1919ع بمبئيءَ جي گورنر جو درٻاري مقرر ٿيو. 1921ع کان لاڙڪاڻي اربن بئنڪ جو ڊائريڪٽر رھيو. حاجي خداداد ھر ڏکئي وقت ۾ مسلمانن جي خدمت لاءِ پاڻ پتوڙيو. ھن 1950ع ڌاري وفات ڪئي. سندس مزار لاڙڪاڻي لڳ دوڏائي ڳوٺ جي قبرستان ۾ آھي.

**حاجي خميسو خان ميمڻ:** حاجي خميسو خان ولد گل محمد خان 1900ع ڌاري دڙي، ضلعي ٺٽي ۾ ڄائو. بنيادي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ زمينداري سنڀالڻ لڳو. اڳتي ھلي اريگيشن کاتي ۾ ننڍا ننڍا ٺيڪا کڻڻ لڳو جنھن مان پنھنجي مالي حالت کي بھتر ڪيائين. ھن جا سيٺ حاجي محمد جعفر خواجا ۽ سيد عبدالرحيم شاھ سجاوليءَ سان ويجھا دوستاڻا لاڳاپا رھيا. ھن پنھنجي سياست مقامي سطح کان شروع ڪئي، پوءِ ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو ميمبر چونڊجي ويو ۽ ڪافي وقت تائين ميمبر رھيو. اڳتي ھلي بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر چونڊجي آيو ۽ ڪائونسل ۾ پنھنجي علائقي جي نمائندي طور زميندارن جي حالت سڌارڻ لاءِ آواز اٿاريائين. ھن جي مدد ۽ ڪوشش سان ڪراچي ضلعي جي زميندارن ۽ آبادگارن جي ايسوسيئيشن جو بنياد پيو. 1925ع ۾ حاجي خميسو خان ضلعي ڪائونسل ۾ وائيس پريزيڊنٽ ٿيو. ھن 17 فيبروري 1929ع تي وفات ڪئي.

**حاجي رحيم بخش ميمڻ:** ناليواري اديب ۽ تعليمدان حاجي رحيم بخش ولد حاجي محمد بخش ميمڻ 16 جون 1918ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول قاضي عبدالقيوم، حيدرآباد مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ 1936ع ڌاري نور محمد ھاءِ اسڪول مان انٽر ۽ بي. اي



گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موري حيدرآباد مان پاس ڪيائين. ھيءُ ننڍپڻ کان ڏاڍو ذھين ھوندو ھو. ڪاليج ۾ سنڌي ۽ انگريزيءَ جي مضمون نويسيءَ ۾ ڀھريون نمبر آيو. 1938ع ڌاري نورمحمد ھاءِ اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو. ڪيس 1941ع ۾ ترقي ڏئي ليڪچرار طور ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ مقرر ڪيو ويو. 1948ع ڌاري مانٽيسوري ميٿڊ ٽيچنگ چلڊرين اسپيشلائيزيشن جو ڊپلوما ڪورس ھندستان جي شھر مدراس مان ڪيائين. جتان 1952ع ڌاري واپس وطن آيو. ڪيس گورنمينٽ ھاءِ اسڪول سوسائٽي نمبر 1 حيدرآباد ۾ ھيڊماستر مقرر ڪيو ويو، جتي 1962ع تائين فرض سر انجام ڏنائين. بي. ايڊ ڪرڻ بعد ھن 1965ع ڌاري ايم. اي سنڌي، سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڀھرين پوزيشن ۾ پاس ڪئي. ان بعد ڪيس ڊائريڪٽر تعليم حيدرآباد مقرر ڪيو ويو. ان عھدي تان 1972ع ڌاري رٽائر ٿيو. ھي ڪجھ عرصو تعليم کاتي ۾ ڊپٽي سيڪريٽري ۽ سيڪريٽري به رھيو. ھن 1970ع ڌاري ورلڊ اسڪائوٽ ڪانفرنس ٽوڪيو،

جپان ۾ چيف اسڪائوٽ سنڌ طور شرڪت ڪئي. 1971ع ڌاري ورلڊ بئنڪ طرفان ڪوئايل ڪانفرنس ۾ آمريڪا جي شهر واشنگٽن ۾ ملڪ جي نمائندگي ڪيائين.

هن تعليم بابت ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن ۾: (1) 'فزيالاجي'، (2) 'هائيجن' ۽ (3) 'هڪ سٺو استاد ٿيڻ جي لاءِ ڇا ضروري آهي' شامل آهن. ان کان سواءِ مختلف اخبارن ۾ تعليم بابت مضمون لکيائين. اخبار تعليم جو اعزازي ايڊيٽر به رهيو. هن 22 اپريل 1994ع تي وفات ڪئي.

**حاجي سومرو درويش:** حاجي سومرو ارغونن دؤر جو مشهور درويش ٿي گذريو آهي. 'تحفته الڪرام' ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي ڄاڻائي ٿو ته: "درويش حاجي سومرو چاچڪن جي سرڪار جي هڪ نالي واري جون پرڳڻي جي هڪ ڳوٺ جو رهواسي هو. هن سنڌ جي نامور عالمن مخدوم نوح، اسماعيل چاڪي، سيد رڪن الدين ۽ سيد عبدالڪريم جي صحبت ۾ رهي گهڻو فيض پرايو. هيءُ وڏو اهل الله درويش هو. حاجي سومرو روحاني فيض في سبيل الله ڏيندو هو. انهي ڪري سندس سوين ماڻهو مريد هوندا هئا."

**حاجي، سيد محمد يعقوب:** حاجي سيد محمد يعقوب جو جنم 27 ذوالحج 1294هه مطابق 2 جنوري 1878ع ڌاري سيد قمرالدين جي گهر ۾ ٿيو. سندس تعلق شاديزئي قبيلي سان هو. هيءُ ڇهن سالن جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو. والده کيس ڳوٺ جي ديني مدرسي ۾ داخل ڪرايو جتي هڪ سال جي پڙهائيءَ دوران سندس والده انتقال ڪري وئي. ان ڪانپوءِ هيءُ ٻارهن سالن تائين ان ئي مدرسي ۾ پڙهندو رهيو. هن مختلف مدرسن جهڙوڪ : دهليءَ جي "مدرسہ نعمانيہ" ۾ حضرت مولانا پردل کان ۽ جامعيہ قاسميہ دارالعلوم ديوبند ۾ حضرت مولانا محمود الحسن کان تعليم حاصل ڪئي، جتي مولانا شبير احمد عثمانيءَ سان گڏ سندس به دستاربندي ڪئي ويئي. علم جي تحصيل کانپوءِ هن پنهنجي اباڻي ڳوٺ لاڙڻ ۾ "ضياء العلوم مدرسي" جو بنياد رکيو.

سندس لکيل ڪتابن ۾: (1) 'مرآة المفاتيح عليٰ مسڪوة المصابيع'، (2) 'سعادة الدارين عليٰ تفسير جلالين'، (3) 'فتع الغني عليٰ تفسير الحسيني'، (4) 'ضياء المضئي المرضي عليٰ قاضي مبارڪ'، (5) 'ماول علي المطول'، (6) 'وافيہ علي الڪافيہ'، (7) 'علم علي السيلم'، (8) 'لالي علي الخيالي'، (9) 'مستغني علي شرح چعمني'، (10) 'منادي عليٰ زرادي'، (11) 'ظرف طلائي عليٰ صرف بهائي'، (12) 'ترڪيب ماة عامل'، (13) 'مخزن النجاح'، (14) 'مجموعه شروح'، (15) 'رسالہ عروض'، (16) 'رسالہ ميراث'، (17) 'رسالہ قوانين صرف'، (18) 'رسالہ قرات'، (19) 'نورالحقيقہ'، (20) 'رسالہ خط و ڪتابت'، (21) 'رسالہ قواعد فارسي'، (22) 'مجموعہ بينظير' ۽ (23) 'مرغوب القلوب ديوان محمد يعقوب' قابل ذڪر آهن.

هن بزرگ 12 ذوالحج 1372هه/ 23 آگسٽ 1953ع تي وفات ڪئي.

**حاجي شفيع محمد 'مسجدي':** سنڌ جو ناميارو عالم ۽ شاعر مولانا شفيع محمد ولد ولي محمد مسجدي سوڍڙ، ڳوٺ سوڍاري جو رهاڪو هو. هن فارسيءَ جي تعليم اشرف سوڍڙ جي ڳوٺ مان مولانا غلام نبي، غلام رسول ۽ غلام محمد کان حاصل ڪئي. ان ڪانپوءِ ميهڙ جي حافظ عبدالله نابينا وٽ صرف نحو مولانا محمد پريل آگري وٽ منطق، فقهه ۽ نحو پڙهيو وڌيڪ تعليم جي تڪميل مولانا مير محمد نورنگيءَ وٽان ڪري دستاربندي ڪيائين. فارغ التحصيل ٿيڻ کانپوءِ هن پنهنجي ڳوٺ ۾ مدرسو کوليو، جنهن ۾ پاڻ درس ۽ تدريس سان لاڳاپيل رهيو. هيءُ درس ۽ تدريس سان گڏ تحرير ۽ فتويٰ نويسيءَ جو ڪم به ڪندو هو. پاڻ عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ شعر چوندو هو. سندس مدرسي مان جيڪي عالم وٽائنس دستاربند ٿيا، تن ۾: مولانا حاجي الاهي بخش، مولانا محمد عالم سومرو، مولانا الاهي بخش بروهي، مولانا عبدالرحمان تيوڻو، مولوي غلام حسين، مولانا عبدالواحد مگسي، مولوي محمد محسن تيوڻو ۽ مولانا نظام الدين مرزائي بلوچ قابل ذڪر آهن.

هن 13 رمضان 1364هه/ 22 آگسٽ 1945ع تي وفات ڪئي.

**حاجي شهمير ٽالپر:** حاجي شهمير ٽالپر ولد سليمان ٽالپر جو تعلق ميرن جي بهاراڻي شاخ سان آهي. هيءُ سلطان الاولياءَ خواجہ محمد زمان لنواري شريف واري جي اهم خليفن مان هو ۽ سنڌ ۾ نقشبندي سلسلي جو وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي. پاڻ شهيد عبدالرحيم گرهوڙيءَ جو خاص صحبتي هو. ان کان سواءِ شاهہ لطيف جي صحبتي مخدوم ميان صابر ولهاريءَ جو به خاص عقيدتمند هو. اهوئي سبب هو جو ولهاري بزرگن جي صحبت کيس ڇڪي اچي ولهار جا وڻ ڏيکاريا. ميان صابر ولهاري، ميان معروف ولهاري ۽ ميان مقبول ولهاري، پڻ نقشبندي سلسلي جا هئا. سندس آخري آرامگاهہ مٿين معروف جي قبن جي ڏکڻ اولهہ طرف چند قدمن تي آهي. سندس مزار تي مقبرو اڏيل نہ آهي. سندس مزار پٿر جي پڪي بلاڪ جي ٿلهہ آهي، جنهن جي سيرانديءَ کان ڪلمہ طيب ۽ پيرانديءَ کان فارسيءَ ۾ هيٺيون ڪتبو اڪريل آهي:

"مقبره حاجي شهمير ٽالپر، تاريخ 11 ماهہ شوال سن 1200هه".

**حاجي شير محمد شاهہ 'مهاجر مدني':** حاجي شير محمد شاهہ ولد سيد عارف شاهہ گهوٽڪيءَ جو مشهور پير هو. هن بزرگ سڄي عمر باعمل گذاري. تجويد جو ماهر ۽ قاري هو. هيءُ ديوبند جي عالم مولانا اشرف علي ٿانويءَ جو خليفہ مجاز هو. اشرف علي ٿانويءَ جو ڇوٿون خليفو هو. 8-9 دفعا حج به ڪيائين. پر ديار حبيب خدا صلي الله عليہ وسلم جي اشتياق کيس ويهڻ نہ ڏنو ۽ پنهن جو مال متاع ڇڏي وڃي مديني ۾ رهيو.

سندس تصنيفن ۾: (1) 'القول المنعتم في زڪوات الخنم'، (2) 'جمال القرآن جو سنڌي ترجمو'، (3) 'بهشتي زيور جو سنڌي ترجمو' ۽ ٻيا شامل آهن. هن 1958ع ۾ وفات ڪئي.

**حاجي عارب لنڊ جي اٽ دري قبي:** ضلعي دادو، تعلقي جوهيءَ جي ڳوٺ پٽ سليمان ۾ سڀ کان اهم نقاشي عارب لنڊ جي قبيءَ ۾ ٿيل آهي. هيءُ قبي قبرستان جي ڏکڻ اوپر ڪنڌتي آهي ۽ اٺ دري آهي. چوڪور چبوتري تي هيءُ اڪيلي عمارت. ان ۾ ٿيل نقاشيءَ سبب ڪاڇي جي عمارتن ۾ پنهنجي خاص جاءِ والاري ٿي گنبذ هيٺ فقط هڪ قبر آهي. گنبذ جي ڳچ تي اندرئين پاسي هر طرف جدا جدا منظر چٽيل آهي. هڪ تصوير ۾ گهوڙيسوار سورمو شينهن جو شڪار ڪندو نظر اچي ٿو. جيڪو 'ڪميت' گهوڙي تي سوار آهي. گهوڙي کي خوب سينگاريو ويو آهي، جنهن تي ويٺل شهسوار پنهنجو ڏگهو ڀالو شينهن جي ڇاتيءَ ۾ کپايو بيٺو آهي. شينهن جو رت وهي رهيو آهي. گهوڙي جي پٺيءَ تي شينهن جي ڪل وچايل آهي، شهسوار جي چيلهہ سان

تلوار به هٿل آهي ۽ مخروطي ٽوپ پاتل اٿس. ٻي تصوير ۾ ٿلهو متارو ڏنيرو چٽيل آهي، جيڪا منچر جي سڀ کان مقبول مڇي آهي. ٽين تصوير ۾ هڪ مالدار شخص جي ڪٽ آهي، تصوير ڪجهه ڊهي چڪي آهي، جنهن ڪري پتو نه ٿو پوي ته ڪٽ تي ڪير ويٺل آهي. ڪٽ جي ٻنهي پاسي هڪ طرف ڪنڌي مينهن ۽ ٻئي پاسي ڪارو ڏاند ٻڌل آهي. چوٿين تصوير ۾ هڪ پالڪي نظر اچي ٿي جنهن جا ٻيا تفصيل ڊهي ويا آهن. پنجين تصوير ۾ هڪ همراهه ڪلهي تي جامڪي بندوق کڻي گهمندو نظر اچي ٿو جنهن کي به چيلهه سان تلوار ٻڌل، مٿي تي مخروطي ٽوپي، جسم تي تنگ پاجامو ۽ راجستاني پڙو پاتل آهي. ڇهين تصوير ۾ به مور چنهبن سان هڪ نانگ سان ويڙهه ۾ مصروف آهن. ستين تصوير جي آهي، جيڪا هن وقت بلڪل ڊٺل حالت ۾ آهي. اٺين تصوير ۾ انب چٽيل آهن. گنبذ جو اندريون پاسو به گلدستن سان خوب چٽيل آهي.

**حاجي عبدالرحيم لغاري:** الحاج مولانا مفتي عبدالرحيم لغاري 23 جمادي الاول 1348ھ/ 27 آڪٽوبر 1929ع تي ڳوٺ باڳي خان جتوئي، نصرپور ۾ جنم ورتو. سندس وڏا اصل ۾ ڳوٺ احمداڻي لغاري، تعلقي موري جا رهواسي هئا. پاڻ ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي هڪ مدرسي ۾ حاصل ڪيائين. اهو مدرسو هڪ عورت 'ماسي سگهوري' جي نالي سان منسوب هو. قرآن پاڪ جي تعليم مڪمل ڪرڻ بعد پرائمري جي تعليم ورتائين. ان کانپوءِ جامعه عربيه هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ داخل ٿيو. جتان مئٽرڪ ڪرڻ بعد ان ئي اسڪول ۾ معلم جا فرض انجام ڏنائين. ان کانپوءِ روينيو ڊپارٽمنٽ ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. ڪجهه عرصو ملازمت ڪرڻ بعد نوڪري ڇڏي ضلعي دادوءَ جي هڪ ڳوٺ اميناڻي جي مشهور عالم سيد امير محمد شاهه جي مدرسي ۾ اعليٰ ديني تعليم جي حصول لاءِ داخل ٿيو. 1973ع واري تحريڪ ختم نبوت ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائين. عبدالقادر جيلانيؒ جو عقيدتمند هو.

حاجي عبدالرحيم لغاريءَ جو حضرت پير انور علي شاهه لنڊي شريف واري سان تعلق هو. ديني تعليم مڪمل ڪرڻ بعد 20 آڪٽوبر 1956ع تي دستاربنديءَ ڪري پنهنجي ڳوٺ واپس موٽي آيو. جامعه عربيه حيدرآباد جي باني سيد علي اڪبر شاهه، مخدوم امير محمد، سيد امير محمد شاهه ۽ مولوي ميان احمد مڏائيءَ سان گڏجي ڪيترين علمي ادبي محفلن ۽ ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيو. ڪجهه وقت ڳوٺ ۾ رهڻ بعد هن موري ۾ رهائش اختيار ڪري اُتي ذاتي خرچ سان 'مدرسو انوارالعلوم' قائم ڪيو، جنهن ۾ ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيترائي شاگرد داخل ٿيا، جن جي رهائش ۽ کاڌي جو انتظام به پاڻ ڪندو هو. مدرسي لاءِ ڪتاب سعودي عرب ۽ ٻين ملڪن مان پنهنجي خرچ تي گهرائيندو هو. مدرسي ۾ سنڌ کان سواءِ ٻين صوبن کان به شاگرد ديني تعليم پرائڻ لاءِ ايندا هئا. هن ٻه دفعا حج بيت الله جي سعادت حاصل ڪيائين. حاجي عبدالڪريم لغاري وقت جو وڏو مفتي هو. هن 11 نومبر 1980ع تي وفات ڪئي ۽ ڪيس مدرسي جي اڱڻ ۾ دفن ڪيو ويو.

**حاجي عبدالستار:** بزرگ سماجي خدمتگار عبدالستار ولد محمد خان مري ڳوٺ باقر خان مري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ 1938ع ۾ جنم ورتو. ننڍي عمر جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو. ان بعد پنهنجي والده جي سنڀال هيٺ رهيو. پنهنجي علائقي جو پهريون شخص هو، جنهن سنڌي فائنل تائين تعليم حاصل ڪئي. لاڪاڻو شهر ۾ پهريون پيرو 1982ع ڌاري هڪ هاءِ اسڪول قائم ڪرايائين. ان کان سواءِ ڳوٺ باقر خان مري (1987ع)، قيصر مري (1990ع)، رانجهي خاصخيليءَ ۾ پرائمري اسڪولن ۽ گرلز اسڪولن جو قيام عمل ۾ آندائين. سماجي خدمت ابتدا کان وٺي سندس نصب العين رهيو. 1988ع ۾ ڳوٺ ۾ بجلي ۽ ٻيون سهولتون منظور ڪرائڻ سميت ڪيترن ئي نوجوانن جي پڙهائيءَ جا خرچ ذاتي طرح پري ڪين اعليٰ مقام تي پهچايائين.



والد جي وفات بعد هن ننڍي عمر ۾ انتهائي غربت ۾ گذاريو. ننڍي پاءُ جي پرورش ڪري ڪيس پڙهايو جيڪو هن وقت پروفيسر آهي ۽ وٽس هڪ عاليشان لائبريري آهي، جنهن ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جا قلمي نسخا ۽ ٻيو تاريخي مواد موجود آهي.

1953ع دوران حاجي عبدالستار سنڌي فائنل پاس ڪرڻ کان پوءِ ضلعي سانگهڙ ۾ ماستر ٿيو پر سماجي خدمتن ۾ سرگرم هئڻ ڪري هن اڳتي هلي نوڪري کي ترجيح نه ڏني. هن ضلعي ۾ نياڻين جي تعليم کي عام ڪرڻ لاءِ ڪوششون ڪيون ۽ گرلس اسڪولن کولرائڻ لاءِ سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ مسلسل ويندو رهندو هو ۽ ڏينهن جا ڏينهن مسافرخانن ۽ ريلوي پليٽ فارمن تي رهي به اسڪول منظور ڪرائيندو رهيو. 1987ع ۾ ڪيس ڳوٺ جي مسجد پرائمري اسڪول ۾ پيش امام مقرر ڪيو ويو. پر هن ان پگهار مان پرائمري اسڪول ۾ خانگي استاد رکيو ۽ پگهار ان کي ڏيندو رهيو. حاجي عبدالستار 2009ع ۾ حج جو فريضو ادا ڪيو. هن وقت به اسڪولن جي عمارتن جي مرمت کان وٺي روڊن رستن جي تعمير ۽ سنڀال جو ڪم ڪندو رهي ٿو. به پيرا عشر زڪوات ڪميٽيءَ جو چيئرمئن (1980ع) رهيو آهي ۽ گڏوگڏ ڳوٺ سڌار تنظيم جو منتظم به رهيو آهي. زڪوات ڪميٽيءَ جي چيئرمينن شپ دوران سوين بيواهه عورتن کي سلائيءَ جون مشينون ۽ وظيفا ڏيارايائين. هن وقت پيرسنيءَ واري حالت ۾ به ساڳئي جذبي سان خدمت جاري رکندو پيو اچي.

**حاجي عبدالله خان 'مومن':** حاجي عبدالله خان 'مومن' ولد عمر خان خاصخيلي، 1882ع ڌاري ضلعي ٿرپارڪر (هاڻوڪي ضلعي ميرپورخاص) جي شهر ڪوٽ غلام محمد ۾ جائو. سندس والدين ڪوٽ غلام محمد جا اصلوڪا رهاڪو هئا. حاجي عبدالله خان ان دؤر جي قابل استادن کان ديني تعليم حاصل ڪئي. اُن کان سواءِ ست درجا فائنل جا به پاس ڪيائين. هو ننڍپڻ کان ئي نماز روزي جو پابند هو. 1911ع کان 1913ع تائين پرائمري استاد ٿي رهيو. 1914ع کان 1916ع تائين ٽپيداريءَ جي نوڪري ڪيائين. والد جي وفات کان پوءِ نوڪري ڇڏي، زمين اچي آباد ڪيائين. پنهنجي مسلسل محنت، جفاڪشيءَ ۽ خداداد صلاحيتن سان جلد جائداد، عزت، ناموس ۽ سرنديءَ وارو ٿيو. اڳتي هلي ضلعي ٿرپارڪر لوڪلبورڊ جو ميمبر چونڊيو.

ان عرصي دوران هن علائقي جي ڀلائيءَ ۽ بهبوديءَ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. حاجي عبدالله خان خاصخيلي ابتدا قبيلي جي ڀلائيءَ ۽ بهبود جي ڪمن سان ڪئي، پر اڳتي هلي ذات پات جي فرق کان سواءِ عام ماڻهن جي فلاح جا ڪم ڪيائين. ديندار شخص هئڻ ڪري ست حج ۽ ڪيترا عمرا ڪيائين. هن پنهنجي ذاتي خرچ سان هڪ مسجد ۽ هڪ مدرسو 'مدرسة دارالسعادت' قائم ڪرايو، جيڪو اڄ تائين موجود آهي. حاجي عبدالله 'مومن' ڪيترا ڪتاب به لکيا، جن مان 'مواعظ حسنه' قابل ذڪر آهي، جيڪو رسول اڪرم ﷺ جي حُسن اخلاق ۽ سيرت بابت لکيل آهي.

هن نيڪ بزرگ، 12 ڊسمبر 1965ع تي وفات ڪئي.

**حاجي عبدالله ڏڪڻ:** حاجي عبدالله ولد محمد فقير سومرو، ڳوٺ الهرکيي جلباڻي، تعلقي وارهه ۾ 1870ع ڌاري پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ بعد عربي، فارسي ۽ سنڌي پڙهيو. ڪيس جوانيءَ ۾ ئي موسيقي ۽ شعر و شاعريءَ جو تمام گهڻو شوق ۽ شغف هو. عبدالله ڏڪڻ، ڳوٺ ٻٽ سرائي، تعلقي ميهڙ وارن راشدي پيرن مان شاهه محي الدين جو مريد هو. لاڙڪاڻي شگر مل لڳ پيرجي ڳوٺ وارن راشدي پيرن ۽ ڳوٺ گهڻتي، تعلقي قنبر وارن جو معتقد هو ۽ وٽن حاضريون ڀريندو هو. هن لوڪ شاعريءَ جي اڪثر صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي.

سندس ڪلام جو هڪ وڏو ذخيرو موجود آهي. جنهن مان ڪجهه حصو سنڌي ادبي بورڊ جي لوڪ ادب سهيڙڻ واري اسڪيم هيٺ شايع ٿيل لوڪ ادب سلسليوار ڪتابن جهڙوڪ: معجزا، مناقبا، هفتا، ڏينهن، راتيون، مدحون، مناجاتون ۽ ٽيهه اکريون وغيره شايع ٿيل آهي. ان کان سواءِ سندس ٿورو ڪيترو ئي ادبي مواد مختلف ادبي رسالن ۽ مخزنن ۾ به شايع ٿيل آهي. شاعريءَ ۾ 'عبدالله'، 'ڏڪڻ' ۽ 'لنگهو' تخلص استعمال ڪندو هو. ڪيس سنڌ جي قادر الڪلام شاعرن جي صف ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. هيءَ 1930ع ڌاري وفات ڪري ويو. اهڙو ذڪر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪتاب 'هفتا ڏينهن ۽ راتيون' ۾ ڪيو آهي. سندس 'هڪ هفتو' نظم مان هڪ بند ڏجي ٿو:

سومر ڏينهن سڪان ۽ ساريان،
مارن لئي هنجون ٿي هاريان،
ماڙين منجهه گهڙيون ڪيئن گهاريان،
پانيان آتش جا آڙاهه،
مارو منڙا ميڙ الله.

**حاجي عبدالله، مولوي:** ناميارو عالم ۽ شاعر مولوي حاجي عبدالله ولد رمضان سومرو ڳوٺ جوناڻي، تعلقي وارهه، ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ جو رهاڪو هو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جوناڻي جي مولوي حاجي پير محمد قريشيءَ کان حاصل ڪئي. عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم روهڙي مان حاصل ڪيائين. سندس ڪلام مدحن، مناجاتن، قصيدن، ڪافين، بيتن ۽ ڏوهيڙن تي مشتمل آهي. هن جي ڪلام ۾ نصيحت ڀريا نقطا، تصوف ۽ وحدانيت ۾ حسن ۽ عشق جا ڪردار نمايان نظر اچن ٿا. پاڻ هڪ عالم سان گڏ فنڪار به هو ۽ پنهن جو ڪلام پاڻ ڳائيندو به هو سندس ڪلام موسيقيءَ جي لحاظ سان سرشار آهي. سندس شاعريءَ مان ڪافيون (قلمي بياض) 1328هه/ 1910ع ۾ شايع ٿيل آهن.

مولوي حاجي عبدالله 1940ع ۾ وفات ڪئي.

**حاجي عبدالله هارون:** آزاديءَ جي تحريڪ جي نامور سياستدان، سر حاجي عبدالله هارون ابوبڪر ميمڻ، 1872ع ڌاري 'ڪڇ' جي علائقي ۾ جنم ورتو. سندس وڏا اصل هندن جي لوهاڻا ذات مان هئا ۽ بعد ۾ مسلمان ٿيا هئا. سندس ڏاڏو ميان حسن، پهريان ڪڇ ڇڏي پوني ويو. ڪجهه وقت ڪم ڪرڻ کان پوءِ واپس ڪڇ پهتو. اُتي



ڪيس هارون نالي فرزند ٿيو. جيڪو انگريزن جي سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ 1858ع ۾ سنڌ لڏي آيو. سيٺ هارون ٽي شاديون ڪيون. ميان عبدالله، سيٺ هارون جي ٻئي نمبر گهر واريءَ مان 1872ع ڌاري ڪراچي ۾ ڄائو. هو ڇهن سالن جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو. پوءِ سندس پالنا والده حنيفه بائي ڪئي. سندس والده پهرين ڪيس گجراتي اسڪول ۾ ۽ پوءِ انگريزي اسڪول ۾ پڙهايو پر مالي حالتون بهتر نه هئڻ ڪري، پنجن درجن تائين پڙهائڻ کان پوءِ اسڪول مان ڪڍي ڇڏيو. جنهن کان پوءِ سندس ماءُ ڪجهه سامان وڪري لاءِ ڪيس وٽي ڏنو. هو پهرين گهٽين ۾ گهوررڙيو بڻجي سامان وڪڻندو هو ۽ پوءِ پنهنجي پيٽوڙي جي دڪان تي چار روپيا پگهار تي نوڪري ڪرڻ لڳو. هن 1888ع ڌاري پهرين شادي ڪئي. 1889ع ڌاري والده سان گڏ حج ۽ حرمين شريف جي زيارت ڪري آيو. 1890ع ڌاري مامي سان گڏجي آسام ۾ واپار لاءِ ويو. اتان واپس اچي 1896ع ڌاري پنهنجو جدا واپار شروع ڪيائين. جلدي ترقي ڪري ٿوري عرصي ۾ رنڇوڙ لائين ڪراچيءَ ۾ جايون ۽ وڪٽوريا روڊ تي بنگلو خريد ڪيائين. واپار مان پئسو ڪمائي، سياسي ۽ سماجي ڪمن ۾ حصو وٺڻ لڳو. ڪيس انگريز سرڪار 1932ع ڌاري 'سر' جو خطاب ڏنو. هن 1901ع کان سياست ۾ دلچسپي ورتي. ڪيس 8 آڪٽوبر 1911ع تي طرابلس جي ترڪن جي مدد لاءِ سنڌ ۾ مير ايوب خان جي صدارت هيٺ قائم ڪيل هڪ انجمن 'هلال احمر سنڌ' جو سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. جنهن تنظيم سنڌ مان چندو گڏ ڪري ترڪن جي مدد لاءِ موڪليو.

هي 1910ع ڌاري 'سنڌ محمدن ايسوسيئيشن' ۾ شامل ٿيو. اڳتي هلي ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر ٿيو ۽ 2 سيپٽمبر 1916ع تائين ميمبر رهيو. پوءِ ٻيو ڀيرو پهرين مئي 1921ع تي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر ٿيو ۽ 21 آگسٽ 1934ع تائين ميمبر رهيو ۽ ان عرصي ۾ ڪيترائي ڀيرا مئنيجنگ ڪميٽيءَ جو به ميمبر رهي شهر جي ڀلائيءَ لاءِ جاکوڙيندو رهيو. 1913ع ڌاري آنرري مئجسٽريٽ مقرر ٿيو.

1917ع ڌاري 'ڪانگريس تحريڪ' ۾ شامل ٿيو. 1919ع ۾ مولانا شوڪت علي ۽ مولانا محمد علي جوهر جڏهن 'سنڌ خلافت ڪانفرنس' جي ٻئي اجلاس ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ ڪراچي آيا، تڏهن وٽس اچي رهيا. پاڻ 1919ع ڌاري سنڌ خلافت ڪميٽيءَ جو صدر ٿيو ۽ 1924ع تائين ان عهدي تي رهيو 5 ۽ 6 اپريل 1920ع تي سکر ۾ 'سنڌ پراونشل ڪانگريس ڪانفرنس' جي ستين اجلاس جي صدارت ڪيائين. 22 جون 1920ع تي مرڪزي خلافت ڪميٽيءَ طرفان هندستان جي وائسراءِ لارڊ چيلمسفورڊ کي هندستان جي

مڪيه قومپرست مسلمانن پاران ترڪن تان سختي ختم ڪرڻ لاءِ ميمورنڊم ڏنو ويو ته ان تي هن جي به صحي هئي. هو 1923ع ڌاري ٿيل چونڊن ۾ ڪراچيءَ مان بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل لاءِ ميمبر چونڊجي ويو ۽ ان عهدي تي ٽن سالن تائين ڪم ڪندو رهيو. 1925ع ڌاري آل انڊيا مسلم ليگ جو اجلاس عليگڙهه ۾ سر عبدالرحيم جي صدارت هيٺ ٿيو. جنهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ، سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪرڻ جي تجويز پيش ڪئي، جنهن جي حاجي عبدالله هارون به تائيد ڪئي.

18 نومبر 1926ع تي مرڪزي ليجسليٽو اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون ته هي ان جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ 1942ع تائين لاڳيتو اسيمبليءَ جي ميمبر طور چونڊبو آيو. انهيءَ عرصي دوران هو اڪثر ڪري جناح جي 'آزاد پارٽيءَ' سان رهندو آيو ۽ 1938ع بعد جڏهن مرڪزي اسيمبليءَ ۾ مسلم ليگ ٺهي ته ان جو ميمبر ٿيو ۽ آخر تائين ان ۾ شامل رهيو. هو 1928ع ڌاري آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو. 1929ع ڌاري هندستان سرڪار طرفان بئنڪنگ انڪوائري ڪميٽي جوڙي وئي، جنهن ۾ هن ميمبر تي ڪم ڪيو. 1930ع ڌاري 'آل انڊيا مسلم تنظيم ڪانفرنس' الهه آباد ۾ ٿي، جنهن جي هن صدارت ڪئي ۽ مسلمانن جي تنظيم ۽ سماجي سڌاري لاءِ ڪيترين ئي مفيد تجويزون پيش ڪيائين. 1930ع ڌاري سنڌ جي مسلمانن طرفان سنڌ جي مالي حالتن بابت جاچ لاءِ هڪ ڪميٽي مقرر ڪئي وئي، جنهن جو پاڻ 1935ع تائين سيڪريٽري رهيو ان کان سواءِ 1931ع ڌاري جڏهن سرڪار طرفان سنڌ جي مالي حالتن جو جائزو وٺڻ لاءِ ڪميٽي جوڙي وئي ته هي ان جو به هو ميمبر رهيو. سٽين جنوري 1931ع ڌاري مرڪزي سرڪار پاران کيس ڪئناڊا جي اٽاوا شهر ۾ 'امپيريل ايڪنامڪ ڪانفرنس' ۾ شرڪت ڪرڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. 1933ع ڌاري حج ڪميٽيءَ جو چيئرمئن چونڊيو ويو. جنهن سبب هن حاجين کي ڪيترين ئي سهوليتون ڏياريون ۽ ساڳئي سال ۾ سنڌ انتظامي ڪميٽيءَ تي مقرر ٿيو.

1934ع ڌاري سنڌ آزاد ڪانفرنس جي اجلاس لاءِ مرحبا ڪاميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو ويو. 1935ع ڌاري نوانگر ۾ آل انڊيا ميمڻ ڪانفرنس جي صدارت ڪيائين. کيس 1936ع ڌاري عليگڙهه يونيورسٽيءَ جي ڪورٽ جو ميمبر مقرر ڪيو ويو ۽ ساڳئي سال صوبي جي ايگريڪلچر ريسرچ ڪميٽيءَ جو ميمبر مقرر ٿيو.

جڏهن 'سنڌ اتحاد پارٽي' ٺهي، تڏهن 1936ع ڌاري ان ۾ شامل ٿيو ۽ پهرين ان جو ليڊر ٿي ڪم ڪيائين، پوءِ ڊپٽي ليڊر جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. سر شاهنواز جي بمبئيءَ وڃڻ کان پوءِ ان پارٽيءَ جو صدر ٿيو 'سنڌ اتحاد پارٽيءَ' جي ٽٽڻ کانپوءِ پير علي محمد شاهه راشديءَ ۽ ٻين دوستن سان گڏ مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو ۽ سنڌ ۾ مسلم ليگ کي منظم ڪيائين. 1939ع ڌاري مسلم ليگ سنڌ جو صدر مقرر ٿيو. هن مسجد منزل گاهه مسلمانن کي موٽائي ڏيڻ لاءِ تحريڪ هلائي. مسلم ليگ طرفان انهي معاملي کي هٿ ۾ کڻڻ تي هندن طرفان گهڻي مخالفت به ٿي. هو آل انڊيا مسلم ليگ جو اهم ورڪر هو ۽ 1940ع ڌاري آل انڊيا مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪميٽيءَ تي ميمبر چونڊيو ويو ۽ اڳتي هلي آل انڊيا مسلم ليگ جي پرڏيهي معاملن لاءِ مقرر ڪيل ڪميٽيءَ جو چيئرمئن مقرر ڪيو ويو.

هن سنڌ ۾ مسلم ليگ کي مضبوط ۽ منظم ڪرڻ لاءِ گهڻي جدوجهد ڪئي ۽ ٿوري عرصي ۾ مسلم ليگ جو آواز سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويو هن آل انڊيا مسلم ليگ جي مک اڳواڻ جي حيثيت سان 1941ع ڌاري لائلپور پنجاب ۾ شاگردن جي ڪانفرنس ۽ 1942ع ڌاري الهه آباد ۾ آل انڊيا سيرت ڪانفرنس جي صدارت ڪئي. هن ستاويهين اپريل 1942ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**حاجي علي انور ڪوڪر**: حاجي علي انور ڪوڪر، لاڙڪاڻي جو مشهور سماجي ڪارڪن آهي. هن 1942ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو حاجي انور جي سماجي خدمتن کي ڏسندي کيس 'لاڙڪاڻي جو ايڌي' چيو وڃي ٿو.



ابتدائي تعليم لاڙڪاڻي جي لاهوري محلي پرائمري اسڪول مان حاصل ڪيائين. غربت جي ڪري وڏيڪ تعليم حاصل نه ڪري سگهيو. پوءِ پاڪستان چوڪ لاڙڪاڻي تي هڪ سيلون جي دڪان تي ڪم سکيو. 1969ع ۾ پنهنجي استاد جي اجازت کان پوءِ ڪينيڊي مارڪيٽ ۾ پنهنجو دڪان کوليائين. حاجي علي انور يتيم ٻارن کي پنهنجي گهر ۾ رهائيندو هو. بعد ۾ ٻارن سان گڏ درگاهه قائم شاهه تي رهندو هو.

علي انور کي ڊي. سي. او لاڙڪاڻي محمد عارف 2001ع ۾ 4000 فوٽ زمين ڏني جتي هن 10 ڪمرن تي مشتمل 'خدمت معصوم ويلفيئر سينٽر' کوليو. ان سينٽر ۾ يتيم، ٻوڙن، معذورن ۽ بيواهه عورتن کي پناهه ڏني ويندي آهي. هن شخص جو اهو مشغلو آهي ته روزانو اسڪولن جي موڪل وقت ٻارڙن کي حفاظت سان لاڙڪاڻي جا روڊ ڪراس ڪرائيندو آهي ۽ اجا تائين پيرسني واري حالت ۾ به اها خدمت بنا ڪنهن لالچ جي ڪندو رهي ٿو. سندس سماجي خدمتن عيوض 23 مارچ 2003ع تي کيس 'هلال امتياز' جو تمغو ڏنو ويو.

**حاجي علي شاهه هنگورو**: نالي وارو استاد ۽ عالم سيد حاجي علي شاهه، 29 مئي 1912ع تي هنگوري، تعلقي پني عاقل، ضلعي سکر ۾ فضل شاهه جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس والد ننڍي هوندي ئي وفات ڪري ويو. ابتدائي تعليم هنگوري جي اسڪول مان استاد گُرڏني مل ۽ ڪاچي مل کان حاصل ڪيائين، انگريزي تعليم ميونسپل هاءِ اسڪول سکر مان حاصل ڪيائين، جتي روهڙيءَ جي قاضي خاندان جي مشهور فرد استاد علي رضا قاضيءَ جي کيس رهنمائي حاصل رهي. حاجي علي شاهه 1931ع ۾ واڏو مل اڪيڊميءَ مان مئٽرڪ پاس ڪئي، بعد ۾ شڪارپور جي علوي خاندان جي چشم و چراغ ميان مير احمد علوي شڪارپوريءَ جي مهربانيءَ سان چڪ پرسان ڳوٺ قاسم ۾ انگريزي ماستر مقرر ٿيو. جتان بدلي ٿي پير جي ڳوٺ آيو.

پير جي ڳوٺ ۾ نوڪريءَ دوران پاڳارن پيرن سان سندس تعلق جڙيو ۽ پير سائينءَ جي ننڍي فرزند نادر علي شاهه کي انگريزي مضمون ۾ ٽيوشن ڏنائين. هو پير جي ڳوٺ، اوباوڙي، ميربور ماٿيلي، پني عاقل ۽ ڳڙهي ياسين جي هاءِ اسڪولن ۾ استاد ٿي رهيو ۽ ڪيئي ڪامياب شاگرد پيدا ڪيائين.

1969ع ۾ ڏهرڪي هاءِ اسڪول مان هيڊماستر طور رٽائر ڪيائين. شاهه صاحب زاهد قسم جو ماڻهو هو. رٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ هنگوري ۾ جامع مسجد جوڙايائين ۽ ان جو پيش امام ٿي رهيو. شاهه صاحب سنڌي ۽ انگريزيءَ جي گرامر جا ڪتاب لکيا. جيڪي استادن ۽ شاگردن ۾ ڏاڍا مقبول ٿيا.

حاجي علي شاهه جون 2002ع ۾ وفات ڪئي. سندس نالي پٺيان هنگوري ۾ 'علي شاهه پبلڪ اسڪول' قائم آهي.

**حاجي عيسيٰ سانڌائي محدث:** حاجي عيسيٰ حديث جو ڄاڻو ۽ پنهنجي وقت جو وڏو عالم هو. هن جا وڏا اصل پنجاب جا هئا، جيڪي رنجيت سنگهه جي ظلمن سبب سنڌ ۾ لڏي آيا ۽ شهدادڪوٽ ۾ مقيم ٿيا. حاجي عيسيٰ ذات جو اعواڻ هو. جڏهن جوان ٿيو ته مٽياريءَ ۾ مخدوم عبدالڪريم جي مدرسي ۾ داخل ٿيو، جتي مسلسل ستن سالن تائين تعليم حاصل ڪيائين. 12 محرم 1295ھ مطابق 1878ع ڌاري، جڏهن انگريزن سنڌ تي قبضو ڄمائي ورتو ته مخدوم عبدالڪريم متعلوي پنهنجي گهرواريءَ سميت هجرت ڪري مڪي شريف ويو ته ساڻس گڏ سندس پيارو شاگرد حاجي عيسيٰ سانڌائي به عربستان ويو. ٻن سالن جي عرصي بعد مخدوم عبدالڪريم وفات ڪري ويو، ته حاجي عيسيٰ مخدوم صاحب جي گهرواريءَ کي واپس پنهنجي ڏيهه سنڌ وٺي اچڻ جو خيال ڪيو ته خواب ۾ مخدوم صاحب تلقين ڪيس ته عدت واري عرصي کان پوءِ سندس گهرواريءَ کي سنڌ نيو وڃي. حاجي عيسيٰ ذهين ۽ علم جو ذوق رکندڙ شخص هو، اهوئي ڪارڻ هو ته هن حرمين شريفين جي عالمن کان حديث جو علم حاصل ڪيو. هڪ سال جي عرصي کانپوءِ پنهنجي استاد محترم جي گهرواريءَ کي وٺي سنڌ واپس آيو ۽ اچي مٽياريءَ ۾ ترسيو. پهرين هيءُ حنفي فقه جو عالم هو پر حديث جي علم جي حاصلات بعد هن جي هاڪ هنڌين ماڳين ٿي ۽ جيد عالمن ۾ ليکجڻ لڳو.

خواجه محمد حسن لنواري شريف واري عيسيٰ سانڌائيءَ کي پنهنجي پٽ کي تعليم ڏيڻ لاءِ گهرايو اتي به هن لنواريءَ جي عظيم ڪتبخاني مان فائدو حاصل ڪيو. اتان فارغ ٿيڻ بعد نوشهري فيروز جي ڳوٺ جلباڻيءَ ۾ اچي رهيو، پر جلد ئي پير حزب الله پاڳاري ڪيس پنهنجي ڳوٺ گهرائي ورتو ۽ اتي پيرن جي ٻارن کي پڙهائڻ لڳو هن بزرگ، پير پاڳاري روضي ڌڻيءَ جي ڪتبخاني مان بيحد فائدو حاصل ڪيو پير ڳوٺ ۾ رهڻ دوران اتان جي هڪ ڳوٺاڻي فيض الله پيرزادي جي نياڻيءَ سان سندس شادي ڪرائي وئي. جنهن کانپوءِ هيءُ ڪنڊياري ويجهو ساندن جي ڳوٺ ۾ مستقل آباد ٿيو. جنهنڪري سانڌائي سڏيو ويو. ڪيس فيض الڪريم نالي هڪ پٽ ڄائو جيڪو به اڳتي هلي وڏو عالم ثابت ٿيو حاجي عيسيٰ، پير سيد رشيد الدين راشدي ٽئين کان دست بيعت ٿيل هو هن 90 سالن جي ڄمار ۾ ذوالقعد 1294ھ/ 1877ع ۾ ساندن جي ڳوٺ ۾ وفات ڪئي.

**حاجي غلام حسين، ڊاڪٽر:** ڊاڪٽر حاجي غلام حسين ڪراچيءَ جو مشهور سياستدان ۽ ليکڪ ٿي گذريو آهي. هن 9 جولاءِ 1892ع تي جنم ورتو، حج واري ڏينهن ڄمڻ سبب سندس والدين مٿس 'حاجي' نالو رکيو هن انگريزي تعليم سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان ورتي ۽ اتان مئٽرڪ پاس ڪرڻ بعد بمبئيءَ جي گرانٽ ميڊيڪل ڪاليج مان 1918ع ۾ ايم. بي. بي. ايس ڪيائين، جنهن بعد ڪراچيءَ ميونسپالٽيءَ جي وارڊ نمبر 5 ۽ لياريءَ مان ميمبر چونڊيو ان وقت انفلوئنزا جي بيماريءَ سبب دنيا ۾ لکين ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا. ان مشڪل وقت ۾ ڊاڪٽر حاجي ڪراچيءَ جي مختلف علائقن: لياري ڪوارٽر، شير شاهه، گوليمار، لالو کيت ۾ غريبن جي ڪافي مدد ڪيائين. 1919ع ۾ جڏهن ڪانگريس ۽ خلافت جي تحريڪن زور ورتو ته هن انهن ۾ حصو ورتو ۽ ڪراچيءَ ۾ ٻنهي جماعتن جي 'والنٽيئر ڪور' جو اعزازي سيڪريٽري ٿي رهيو بمبئيءَ ۾ پڙهڻ وقت مولانا شوڪت عليءَ جي جاري ڪيل اخبار 'خدام ڪعبه' ۾ به ڪم ڪيائين. ڪراچي ميونسپل اسڪول بورڊ جو به ميمبر رهيو. ڊاڪٽر حاجي مسٽر هوشنگ ڊنشا جي مدد سان ڪراچيءَ جي لياري ڪوارٽر لاءِ ميونسپالٽيءَ طرفان هڪ 'پلاٽ ڪاميٽي' مقرر ڪرائي، جنهن ۾ غريبن کي گهرن ٺاهڻ لاءِ عارضي پلاٽ ڏنا ويا، جن تي هزارين بلوچ، ڪڇي ۽ ٻيا غريب ماڻهو گهراڏي اچي ويٺا.

هيءَ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي هيلٿ ڪاميٽيءَ جو چيئرمئن به رهيو. جنهن دوران ڪراچيءَ جي مختلف علائقن ۾ زناني بيمارين بابت ڪيترين اسپتالون کولرايائين. 1927ع ۾ ڪراچي ميونسپالٽيءَ جي ميمبرشپ تان استعيفا ڏئي، ميونسپالٽيءَ جي وچڙندڙ بيمارين واري وارڊ ۾ ٿوري وقت لاءِ نوڪري ڪيائين. ان کان پوءِ لاڙڪاڻي ضلعي لوڪلبورڊ ۾ ضلعي هيلٿ آفيسر مقرر ٿيو جنهن دوران ضلعي لوڪلبورڊ جي صدر سر شاهنواز ڀُٽي جي مدد سان لاڙڪاڻي ضلعي ۾ مختلف اسپتالون قائم ڪرائي، ڪيترين تربيت يافته دايون مقرر ڪيائين. پيئڻ جي پاڻيءَ لاءِ کوهه کوٽرايائين. لاڙڪاڻي ضلعي جي ريڊ ڪراس سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري به رهيو. 1940ع ۾ لوڪلبورڊ مان استعيفا ڏئي ڪراچيءَ ۾ خانگي اسپتال کوليائين.

ڊاڪٽر حاجي غلام حسين سنو ليکڪ به هو. انگريزي، اردو، فارسي، عربي، گجراتي ۽ سنڌيءَ کان سواءِ مقامي ٻولين تي دسترس رکندو هو. ڪجهه ڪتاب به لکيائين. سندس ڪيترائي مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپيا، جن کي ڪتابي صورت ۾ ڇپايائين.

ڊاڪٽر حاجي غلام حسين 15 نومبر 1974ع تي وفات ڪري ويو.

**حاجي غلام حسين ميمڻ:** سنڌ جي ناميارو سياسي ۽ سماجي ڪارڪن حاجي غلام حسين ولد حاجي سڪيي ميمڻ، 12 فيبروري 1949ع ڌاري ضلعي ٺٽي جي شهر گُجي ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي شهر گجي مان پرائڻ کانپوءِ حديث، فقه ۽ ديني تعليم ٺٽي شهر جي مختلف مدرسن مان حاصل ڪئي. ڪيس پنهنجي والد وانگر سماجي ۽ عوامي خدمتن جو شوق هو. جنهنڪري بلدياتي سياست ۾ دلچسپي ورتائين ۽ 1989ع ۾، 29 سالن جي عمر ۾ يونين ڪائونسل گجي جو چيئرمئن چونڊيو ويو. ٿوري ئي عرصي ۾ ٺٽي ضلعي جي اهم سماجي ۽ سياسي شخصيت بڻجي ويو. هن اعتدال پسند پاليسين، ڪردار ۽ گفتار جي پارسائي ۽ نرم مزاجيءَ ڪري آفيسرن توڙي عوام ۾ بيحد مقبوليت ماڻي ورتي ۽ 1984ع وارين بلدياتي چونڊن ۾ ٻيو ڀيرو بنا مقابلي چيئرمئن چونڊجي ويو ان کان سواءِ مختلف وقتن تي جسٽس آف پيس، سب ڊويزنل ڪرائيم ڪميٽيءَ جو ميمبر، سب ڊويزنل سوشل ويلفيئر ڪميٽيءَ جو ميمبر ۽ اسپيشل مئجسٽريٽ آف پرائز به رهيو. 1986ع جي بلدياتي چونڊن ۾ ضلعي ڪائونسل ٺٽي جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ چيئرمئن جي حيثيت سان پنهنجي ڳوٺ ۾ بجلي، هاءِ اسڪول، بيسڪ هيلٿ يونٽ، واٽر سپلاءِ گرلس اسڪول قائم ڪرائڻ سان گڏ ۽ ٻيا ڪم به ڪيائين. هن 19 مارچ 2000ع تي وفات ڪئي.

**حاجي غلام عباس شاھ باجارا:** سيد حاجي غلام عباس شاھ باجارا، 1901ع ڌاري ڳوٺ باجارا، تعلقي سيوھڻ ۾ ڄائو. ھيءُ سنڌ جي مشھور لڪياري سادات جي رڪن الدين پوٽا خاندان مان ھو. ھن ابتدائي تعليم پنھنجي ڳوٺ باجارن مان حاصل ڪئي. انگريزيءَ جي تعليم سيوھڻ جي اسڪول مان حاصل ڪيائين. ڪيترن ئي ديني مدرسن جي مالي امداد ڪان سواءِ ڪيترن ئي غريب بيواھن جي مالي مدد به ڪندو ھو. ھن سياسي زندگي جي شروعات لوڪبورڊ جي ميمبر جي حيثيت سان ڪئي. بعد ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪبورڊ دادو جو ميمبر منتخب ٿيو. ھيءُ پنھنجي ڳوٺ باجارا جي سينيٽري ڪاميٽي جو چيئرمئن، يونين ڪائونسل جھانگارا ۽ تعلقي ڪائونسل سيوھڻ جو ميمبر به رھيو. عوامي خدمتن جي اعتراف ۾ گورنر بمبئي، گورنر سنڌ ۽ ڪليڪٽر دادو طرفان کيس سرٽيفڪيٽ ۽ تلوار جو انعام مليو. ھيءُ جي. ايم. سيد ۽ سيد جيئندل شاھ جو ھمعصر ھو. سندس خدمتن جي اعتراف ۾ سنڌ حڪومت 1953ع ۾ کيس 'جسٽس آف پيس' مقرر ڪيو.

ھن 15 جون 1979ع تي وفات ڪئي.

**حاجي غلام قادر ڪنيار:** خاڪسار تحريڪ لاڙڪاڻي جي ڪارڪن ۽ سماجي خدمتگار حاجي غلام قادر ڪنيار، 1912ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ ننڍپڻ ۾ خانداني ڌنڌي (ڪنيارڪي ڪم) سان لڳي ويو. 1931ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ ماتا سبب روزانو قيمتي جانيون ضايع ٿيڻ لڳيون ته اھڙي حالت ڏسي حاجي غلام قادر ۾ سماجي خدمت جو جذبو جاڳيو ۽ ھن موذي مرض ۾ فوت ٿيلن کي دفنائڻ ۽ مريضن جو علاج ڪرائڻ لڳو. حاجي غلام قادر، 1931ع ڌاري 'خاڪسار تحريڪ' ۾ شامل ٿيو ۽ انھيءَ پليٽ فارم تان لاڙڪاڻي ۾ وڏن اسلامي جلسن ۽ جلوسن ۾ پيش پيش رھيو ۽ 'انجمن اسلامي صديقي' لاءِ ڪم ڪرڻ لڳو. 'ڪنير' ھجڻ جي ڪري انساني عضون کي ڳنڍڻ جو ڪم نھايت مھارت سان ڪندو ھو. سندس چوڻ ھو ته حقيقي 'عبادت انسانيت جي خدمت' ڪرڻ آھي. حاجي غلام قادر 1996ع ڌاري وفات ڪئي.

**حاجي غلام نبي شاھ:** حاجي غلام نبي شاھ ولد سيد موج علي شاھ لڪياري سيدن جي پاڙي مان ھو. سندس والد ٿرپارڪر ضلعي جو زميندار ھو. حاجي غلام نبي شاھ، 1924ع ڌاري ضلعي لوڪل بورڊ ٿرپارڪر جو صدر ۽ ساڳئي سال، بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو. ان حيثيت سان سنڌ جي بمبئيءَ کان ڌار ٿيڻ تائين ميمبر رھندو آيو. ان ڪان پوءِ آخر تائين سنڌ اسيمبليءَ جو آزاد ميمبر رھيو. سندس سرڪاري عملدارن سان سٺا تعلقات ھئا، ان ڪري کيس پھرين صاحب ۽ پوءِ خانبھادر جا خطاب مليا. حاجي غلام نبي شاھ ڪيترا سال ميرپورخاص زميندار بئنڪ جو چيئرمئن ۽ سنڌ پراونشل ڪوآپريٽو بئنڪ جو ڊائريڪٽر رھيو.

ھن 9 شعبان 1366ھ مطابق 26 جون 1947ع تي وفات ڪئي.

**حاجي غلام نبي مھيسر:** مشھور شاعر ۽ نعت خوان حاجي غلام نبي مھيسر 1938ع ڌاري ڳوٺ پاڳي تيوٽي تعلقي ميھڙ ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ ۾ والد جي وفات سبب سندس ناناڻن پالنا ڪئي. ڪجھ وقت مدرسي ۾ فارسي پڙھيائين، ٽي درجا سنڌي پڙھيو. غربت سبب وڌيڪ پڙھي نه سگھيو. دڪان تي مزدوري ڪرڻ لڳو جنھن دوران شعر چوڻ شروع ڪيائين. پر صحيح نموني سنڌي نه



پڙھڻ سبب صورتخطيءَ جون غلطيون ھين ڪان درست ڪرائيندو ھو. بعد ۾ ڳوٺ گاھي مھيسر ۾ لڏي آيو ۽ زندگيءَ جي آخري لمحن تائين اتي رھيو. اڳتي ھلي حاجي غلام نبي مھيسر نعت گوئيءَ ۾ وڏو ملڪو حاصل ڪيو. پوري سنڌ ۾ نعت گوئيءَ ۾ سندس مٽ مشڪل ملندو. مذھبي حلقي ۾ سندس ڪلام ايترو مقبول آھن، جو ھر ديني محفل ۾ سندس مولود ۽ نعتون پڙھيون وينديون آھن. ديني مجلسن ۾ غلام نبي مھيسر في البديھ شعر ٺاھي، ماڻھن تي سوز گداز واري ڪيفيت طاري ڪري ڇڏيندو ھو. سندس شعر ڳائڻ جو به نرالو انداز ھوندو ھو. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ دعوتن ۾ وڃي پنھنجي شعر ۽ آواز سان دلين کي گرمائيندو ھو. حاجي غلام نبي مھيسر نعت سان گڏ مجازي، مزاحمتي، قومي ۽ مزاحيه شاعري به ڪئي آھي. سندس شاعريءَ جو رنگ عوامي ھو ۽ اھا سنڌ جي ناليوارن راڳين سرمد سنڌي، جلال چانڊيي، چاڪر چانڊيي، ممتاز لاشاري، فوزيا سومرو، گلاب راءِ، گلشير تيوٽي، روبينه حيدري، ابراھيم ڪيچي، مکڻي فقير، قاسم اوٺي، سڪندر سومري، سچڻ سنڌي، شازيه خشڪ، غلام علي سنديلي، شمن علي ميرالي، ماستر منظور ۽ ٻين فنڪارن ڳائي آھي.

حاجي غلام نبي مھيسر ڪيترا حج ڪيا. پھريون پيادل حج 1958ع ۾، به سال 14 ڏينھن پيادل سفر ڪري ڪيائين. ان وقت سندس کيسي ۾ فقط 13 رپيا ھئا. حاجي صاحب 5000 کان وڌيڪ شعر چيا. جن ۾ حمد، نعت، منقبت، قصيدا، ڪلام، ڪافيون، غزل ۽ گيت شامل آھن. سندس مولودن جو 500 کان وڌيڪ ڪيسٽون نڪتل آھن. سندس پھريون ڪتاب 'ثناءِ سرور ڪائنات' 1965ع ۾ ڇپيو. جنھن ڪتاب جا ساڳئي نالي سان 46 ڀاڱا ڇپيا. ان ڪان سواءِ سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) عقيدت جا گل، (2) پنج خدا جا گنج، (3) رنگي تنھنجا رنگ، (4) حقِ مدينه، (5) سونھن ۽ ساراھه، (6) محفل ۽ ميلاد وغيره شامل آھن.

سندس فرزند نصير مھيسر عرف نالي مٺو مھيسر به شاعر به نعت خوان آھي. حاجي غلام نبي مھيسر آخري عمر ۾ سنڌي ادب سنگت ميھڙ جو ميمبر رھيو.

ھن عوامي شاعر 64 سالن جي عمر ۾ 26 نومبر 2000ع تي وفات ڪئي.

**حاجي فتح محمد نظاماڻي:** ھيءُ ويھين صدي ھجري جو مشھور سنڌي عالم ٿي گذريو آھي. جنھن سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي ديني ڪتاب لکيا. ھيءُ بزرگ، حيدرآباد شھر ڪان ڏھاڪو ميل پري، ڏکڻ اوڀر ۾ واقع ٽنڊي قيصر جو رھاڪو ھو. ابتدائي تعليم ۽ قرآن مجيد خليفي ميان خان محمد وٽ پڙھيو. بعد ۾ ميان پير محمد ٿيھي کان عربي ۽ فارسيءَ جي ابتدائي تعليم حاصل ڪيائين. آخر ۾ قاضي عبدالغني کڏھر واري وٽ فقه، اصول فقه ۽ حديث جي علم جي تڪميل ڪيائين.

حاجي فتح محمد جي قبيلي جا ماڻهو پير رشدالله بيعت ڏٽيءَ جا مريد هئا. ان نسبت سان پنهنجي پٽن جي تعليم لاءِ ٽنڊي قيصر مان پاڻ سان گڏ پير جهنڊي وٺي ويو. ان وقت قاضي صاحب جي عمر 28 ورهيه هئي. پير جهنڊي جي مدرسي 'مدرس دارالارشاد' ۾ پاڻ لاڳيتو چاليهن سالن تائين درس ڏيندو رهيو. قاضي فتح محمد 'مفتاح رشد الله' نالي سنڌيءَ ۾ قرآن شريف جو تفسير چوڏهن سؤ صفحن تي لکيو هو جيڪو ٻه دفعا شايع ٿي چڪو آهي. هن ڪيترن رائج ڪتابن 'ميزان صرف' کان وٺي 'قافيه شافيه' تائين جو ترجمو ڪيو. صحيح بخاريءَ جي ٽيهن پارن مان سورهن سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين، پر هن وقت انهن مان فقط ٽي سيپارا ٽنڊي قيصرواري ڪتبخاني ۾ موجود آهن.

**حاجي فقير الله علوي:** حاجي فقير الله ولد عبدالرحمان حنفي جلال آبادي شڪارپوري، جلال آباد (افغانستان) جي هڪ ڳوٺ روتاس ۾ جنم ورتو. سندس سلسلهِ نسب امام محمد بن حنيفه سان ملي ٿو. ظاهري علمن کان فارغ ٿي، شاهه محمد مسعود پشاوريءَ ۽ حاجي محمد سعيد لاهوريءَ کان خلافت جو خرقو ڍڪيائين. 1150ھ/ 1737ع ڌاري پنهنجي وطن مان هجرت ڪري، اچي شڪارپور ۾ رهيو. سندس زندگيءَ جو وڏو حصو حرمين شريفين جي سفر ۾ گذريو. پنهنجي حياتيءَ ۾ ست دفعا حرمين شريفين جو سفر ڪيائين. گهڻو ڪري ايراني نار کان ٿي، يمن مان لنگهي حجاز ويندو هو. سنڌي حاڪمن مان ميان سرفراز خان ولد ميان غلام شاهه ڪلهوڙو سندس معتقد چيو وڃي ٿو اهڙيءَ طرح بلوچستان جو خان مير نصير محمد خان بروهي به سندس مريدن مان هو سنڌ تي انهيءَ زماني ۾ احمد شاهه ابداليءَ جي ڪاهه ٿي ته هن ڪي به حاجي فقير الله جي روحاني ڪشف گهلي آندو ۽ احمد شاهه جو فرزند تيمور شاهه سندس پوئلڳن ۾ شامل ٿيو حاجي صاحب تصوف جي چئن ئي طريقن ۾ مريد ڪندو هو ۽ انهن طريقن ۾ ڪيس شيخ مسعود، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کان اجازت مليل هئي. سندس زور اتباع شريعت ۽ سنت جي زندهه رکڻ تي هو.


حاجي فقير الله علوي جو مقبرو (شڪارپور)

هن حديث جي علمن جي پهريان سند ۽ اجازت مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ کان حاصل ڪئي ۽ مڪي شريف جي سفر دوران شيخ سيد عبدالقادر مالڪيءَ کان به ورتي. حديث جي اتباع ڪري، ڪن مسئلن ۾ هن جو پنهنجو جدا مسلڪ هو. هو صوفي به هو ۽ محي الدين ابن عربيءَ جا ڪتاب هميشه سندس مطالعي هيٺ هوندا هئا. علامه معين ٺٽوي 'همه اوست' جي نعري کي بلند ڪرڻ وارو ۽ سندس دوست هو پر ان هوندي به جڏهن سنڌ جي صوفي شاهه عنايت شهيد همه اوست جو آواز بلند ڪيو ته سڀ کان اڳ، حاجي فقير الله علوي هو جنهن وقت جي حاڪم جو ڌيان شاهه عنايت صوفيءَ جي تحريڪ ڏانهن ڇڪايو ۽ همه اوست کي الحاد ۽ بي دينيت سڏيو حج جي سفر کان موٽندي جڏهن مسقط بندر تي معلوم ٿيس ته شاهه عنايت صوفي شهيد ٿي ويو آهي ته گهڻي خوشيءَ جو اظهار ڪيائين.

حاجي فقيرالله شاعر به هو سندس تصنيف ڪيل ڪتابن ۾: 'قطب الارشاد'، 'طريق الارشاد'، 'جواهر الاوراد'، 'تڪميل المومنين والاولاد'، 'فتوحات غيبيه شرح عقائد صوفيه'، 'فتح الجميل في مداره التڪميل'، ' فتوحات الهي'، 'براهين النجات من مصائب الدنيا والعرصات'، 'صنتخب الاصول'، 'وثيق الاڪابر'، 'قصده مبروره' ۽ 'مڪتوبات' قابل ذڪر آهن.

هيءَ 03 صفر 1195ھ/1781ع ڌاري شڪارپور ۾ وفات ڪري ويو.

**حاجي فيض محمد ميمڻ:** تعلقي نوشهري فيروز جو نامور استاد حاجي فيض محمد ميمڻ، پريا شهر جي قابلِ فخر آخوند گهراڻي مان هو. سندس والد آخوند محمد اسماعيل ميمڻ، پاڪستان کان اڳ پنهنجو ديني مدرسو هلائيندو ۽ حڪمت ڪندو هو. حاجي فيض محمد انگريزي تعليم حاصل ڪئي ۽ بيٽ عملدار جي عهدي تان رٽائر ڪيائين. مذهبي تعليم ۽ حڪمت سان لڳاءُ هئس. 'قاديانين کي چئلينج' ۽ 'تاريخ القرآن' نالي ڪتاب لکيائين. رٽائر ٿيڻ کانپوءِ ورهاڱي وقت هندو تعليمي ماهرن جي لڏي وڃڻ سبب تعليمي خال پرڻ لاءِ پريا شهر جي مشهور هاءِ اسڪول، ڪوڙي مل چندن مل اڪيڊميءَ جو پرنسپال ٿيو. ڪيس پريا شهر جي لائق استاد ۽ عظيم انسان جي حيثيت حاصل رهي.

**حاجي قاسم باريجو (ماڳ):** ديهه ريڪ تعلقي ٿاڻي بولاخان جي ڳوٺ نبي بخش باريجي جي پرسان قاسم باريجي جو ڳوٺ آهي. محال ڪوهستان ۾ ڪيترين ئي روهيون (پٿر جون اڀيون لٺيون) ڪتل آهن. جن تي اڃا تحقيق نه ٿي آهي، پر گمان غالب آهي ته اهي روهيون مذهبي يا جنگي نشان آهن. ڪن محققن جو به چوڻ آهي ته اهي جنگ جا نشان آهن. ڪن روهين تي رت جا نشان به ڏنا ويا آهن. هيءَ روهي ويڪر ۾ هڪ ميٽر ۽ اوچائيءَ ۾ 9.4 ميٽر آهي. ان جي پاسن کان ٻه ٽي ڪڏون به ڪوٽيل آهن. گمان غالب آهي ته ڪنهن زماني ۾ قربانيءَ جو رت هن روهيءَ تي هنيو ويو هوندو. اهڙيون روهيون گاجي شاهه ۽ ٻين هنڌن تي به آهن. جن کي اتي مقامي طور 'لبيون' سڏيو وڃي ٿو. گاجي شاهه تي اڄ به قرباني ڪري، قربانيءَ جو رت انهيءَ لٺ تي هاريو ويندو آهي.

**حاجي قائم شڪارپوري:** حاجي قائم شڪارپوري نقشبندي طريقي جو بزرگ ٿي گذريو آهي. هن فارسيءَ ۾ شاعري به ڪئي آهي. هن بزرگ ابتدائي تعليم فقير الله علويءَ جي مدرسي مان پرائي ۽ ان جو مريد ٿيو. حاجي قائم شڪارپور شهر جي واڪاڻ ۾ هڪ طويل قصيدو لکيو. جيڪو گهڻو مشهور ٿيو ان قصيدي ۾ صوفي شاهه عنايت جي تحريڪ جي ڪٽر مخالف فقير الله علويءَ جي شان ۾ تعريف ڪئي وئي آهي. هي بزرگ طبيعت ۽ مزاج ۾ سادو هو.

حاجي قائم شڪارپوري 1171ھ/1757ع ڌاري وفات ڪئي.

**حاجي ڪامل خان:** جمالين جي عيساڻي پاڙي جي پڳدار ڪٽنب جو فرد رئيس حاجي ڪامل خان جمالي ولد محمد حسن خان جمالي، 1940ع ڌاري مٽياري ضلعي جي ڳوٺ نبي بخش خان جماليءَ ۾ پيدا ٿيو. قرآن پاڪ ۽ عربي فارسيءَ جا اوائلي سبق ۽ سنڌي فائنل ڳوٺ جي پرائمري اسڪول مان پڙهيائين. هن نوجوانيءَ ۾ بلدياتي چونڊن ذريعي عملي سياست ۾ قدم رکيو. هي ڪائونسلر، ٻه ڀيرا ضلعي ڪائونسل حيدرآباد جو ميمبر ۽ 1985ع جي غير جماعتي چونڊن ۾ هالا نيو سعيد آباد جي تڪ مان سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ٻه چونڊيو ويو. حاجي ڪامل خان جمالي،



ايم پي اي رهڻ دوران تعلقي هالا جي عوام جي وڏي خدمت ڪئي. ڪيترائي اسڪول اسپتالون، روڊ، رستا ۽ پليون ٺهرايائين. خاص طور هالا تعلقي جي ٻهراڙيءَ ۾ تعليم جي ترقيءَ لاءِ وڏيون ڪوششون ڪري، ڳوٺن ۽ ڳوٺن ۾ ڪيترائي پرائمري، مڊل ۽ هاءِ اسڪول منظور ڪرايائين. هن سماجي ڪمن سان گڏوگڏ سوين بيروزگار نوجوانن کي سرڪاري ملازمتون وٺي ڏنائين. سنڌ اسيمبليءَ ۾ پورهيتن جي حقن واري اسٽئنڊنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر به رهيو.

هن ايم. پي. اي هئڻ دوران روهڙي ڪئنال جي بکر جمالي پل پرسان نيشنل هاءِوي نيو سعيد آباد، سرهاڙي ۽ نواب شاهه روڊ جي سنگم تي پنهنجي فرزند جي نالي سان هڪ نئين شهر 'سڪندرآباد' جو بنياد رکيو. سندس ذاتي دلچسپي ۽ نظرداريءَ سبب هي شهر مختصر عرصي ۾ مٽياري ضلعي جو اهم زرعي ۽ ڪاروباري مرڪز بڻجي ويو. سڪندرآباد ۾ سندس ذاتي ڪوششن سان گورنمنٽ بوائز هاءِ اسڪول، يونين ڪائونسل آفيس، پوسٽ آفيس، گرڊ اسٽيشن، يوٽيلٽي اسٽور، پيٽرول پمپ، پوليس پوسٽ، ۽ بئنڪون ٺهيون.

سنڌ ۾ آباد جمالي برادريءَ جي ست راڄي پڳدار هئڻ ناتي هن پنهنجي برادري جا ڪيترائي سماجي ڪم ڪرايا. پاڻ ذاتي طور سخي مرد، علم دوست ۽ غريب پرور سان گڏوگڏ راڄوڻي فيصلن ۾ بي ريا امين طور پڻ مشهور آهي. ڪمشنر حيدرآباد طرفان ڪيترن وراثت جي پيچيدن ۽ منجهيل راڄوڻي فيصلن لاءِ ڪيس امين مقرر ڪيو ويو. هن سنڌ ۾ هڪ انوکي انداز جي ڪچهرين جو رواج قائم ڪيو جنهن مطابق علائقي جي اعليٰ آفيسرن کي دعوت ڏيئي انهن سان علمي ڪچهرين جو بندوبست ڪيائين. جيئن علائقي جي نوجوانن ۾ سي. ايس. ايس ۽ ٻين مقابلي جي امتحانن جو رجحان پيدا ٿئي ۽ والدين ۾ به پنهنجي اولاد کي اعليٰ تعليم ڏيارڻ جو شعور پيدا ٿئي.

**حاجي ڪوراڻي (ديهه):** تعلقي گهوڙڪيءَ جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قبول فقير، مريد خان پتافي، جمال خان ڪوراڻي، جام سومار سميجو غلام حسين چاچڙ/بلوچي واهي، حبيب چاچڙ/بلو خان واهي ۽ حسين شيخ.

**حاجي محمد ابراهيم دَل:** حاجي محمد ابراهيم دل جي پيدائش ڳوٺ سومار دَل ۾ 1860ع ڌاري ٿي. ابتدائي تعليم ڳوٺ سيد احسان شاهه ۾ مولانا محمد علي پناڻ کان ورتائين. پوءِ ٻهرئين ڳوٺ سومار دَل ۾ ديني مدرسو قائم ڪري اتي پڙهايائين. حاجي ابراهيم دل ڪيترائي دفعا پنڌ حج ڪيا ۽ آخري حج به پنڌ ڪرڻ ويو جنهن دوران وفات ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس مثنوي 'عمر مارئي' (1932ع) ڌاري ممبئي مان ڇپي. سندس ساڳي مثنوي 1954ع ۾ سردار لطف علي دل ڇپائي.

**حاجي محمد اسحاق هالائي:** حاجي محمد اسحاق ولد حاجي محمود نانوائي ميمڻ، 16 ذوالحج 1316هه/ 17 اپريل 1899ع ڌاري هالا ۾ ڄائو هيءُ مخدوم غلام حيدر رح جو همعصر هو ابتدائي تعليم هالا جي عريضي نويس محمد صالح شوراڻيءَ کان حاصل ڪيائين. هيءُ تمام پختو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس شاعريءَ جا ٽي ڪتاب: (1) 'مارئيءَ جا آلاپ، ڏينهن راتين ۾'، (2) 'شيرين زبان عرف جذبات اسحاقيه' ۽ (3) 'نوراني فراق' منظر عام تي آيا. سندس پٽ حاجي محمود هالائيءَ جو نالو صحافت جي دنيا ۾ مشهور آهي.

حاجي محمد اسحاق هالائي، 31 آگسٽ 1947ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه هالا ۾ آهي.

**حاجي محمد پريل مگسي:** حاجي محمد پريل مگسي، ياڳناڙيءَ (بلوچستان) جو رهواسي هو. اڳتي هلي هالا کي پنهنجو مسڪن بڻايائين. حاجي محمد پريل پوليس کاتي ۾ جمعدار هو، پر پوءِ پکن ڏٽيءَ جي صحبت ۾ نوڪري ترڪ ڪري، آخر تائين مخدوم صاحب جو خاص گارڊ ٿي رهيو ۽ وفات به اتي ئي ڪيائين. کيس خدمتگارن جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. مرحوم مرثيه گو شاعر هو. سندس گهڻو ڪلام گم آهي. ڪجهه بيت هڪ ٻه مرثيا ملن ٿا. سندس ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

اول نانءُ الله جو، قادر رَبُ قهار،
خاوند پنهنجي خلق ۾، سيد ڪيو سردار،
سڀ تي نبي سرور ﷺ، ٿيو مڙني جو مهندار،
ڪريو هي! هي! مير حسين لئه، جو اڙين جو آڌار،
'پريل' تنهن پينار، آهي روز الست کان.
(ياد رفتگان)

**حاجي محمد پيرزادو:** مشهور سماجي ۽ قومي ڪارڪن حاجي محمد پيرزادي ڳوٺ 'دودو سنهڙي' ضلعي لاڙڪاڻي ۾ 1902ع ڌاري جنم ورتو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. کيس انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هو، پر سندس اهو خواب پورو نه ٿي سگهيو روايتي خانداني پيري مريديءَ جي ريت جو مخالفت هو سندس والد کيس درزڪو ڪم سکڻ لاءِ لاڙڪاڻي جي مشهور درزي استاد الله ڏني سرهيي وٽ ڇڏيو جلد ئي ذهانت ۽ محنت سبب درزڪي فن ۾ ماهر ٿي ويو ۽ وڏو نالو ڪڍيائين. پير حسام الدين راشديءَ



پنهنجي ڪتاب 'هو ڏوٿي، هو ڏينهن' ۾ ذڪر ڪيو آهي ته: حاجي صاحب جيتوڻيڪ پڙهيل نه هو، ان باوجود ڪيس علم سان اٿاهه محبت هئي. عالمن، اديبن، شاعرن، سياستدانن ۽ قومي ڪارڪنن ڪي وڏي عزت ۽ احترام جي نظر سان ڏسندو هو. حاجي محمد پيرزادو مسلم ليگ، نيشنل عوامي پارٽي، هاري تحريڪ، جمعيت الشعراءِ سنڌ، سنڌي ادبي سنگت ۽ بزم ادب لاڙڪاڻي جو ميمبر ۽ عهديدار رهيو. شهر جا مکيه سياسي رهنما ۽ قومي ڪارڪن سنڌس دڪان تي ڪچهريءَ ۽ بحثن مباحثن لاءِ ايندا هئا. سنڌس دڪان سياسي، سماجي ۽ قومي مسئلن تي بحث ڪرڻ جو مرڪز هو. حاجي مرحوم جي نظر ۾ انسانيت جي خدمت عبادت هئي. هن غريب شاگردن، مزدورن ۽ هارين جي مدد ڪرڻ زندگيءَ جو مقصد بنائي ڇڏيو هو. غريب شاگردن کان سلائيءَ جا پئسا به نه وٺندو هو. سنڌس سماجي ۽ قومي خدمتن جي ڪري لاڙڪاڻي جا رهواسي ڪيس عزت جي نگاهه سان ڏسندا هئا.

حاجي محمد پيرزادو، 67 ورهين جي ڄمار ۾، 21 مارچ 1970ع تي وفات ڪري ويو.

**حاجي محمد سمون:** حاجي محمد سمون، پڻيپور جي ڪرناٽي سمن جي خاندان مان هو. سنو ڪاتب هو. بمبئيءَ مان ليٿو تي ڇپجندڙ ڪتابن جي ڪتابت ڪندو هو. 1383هه/ 1963ع ۾ شاهه جي رسالي جي ڪتابت ڪيائين، جيڪو بمبئيءَ مان ليٿو تي شايع ٿيو هو.

**حاجي محمد عثمان قاضي:** ميان مولوي حاجي محمد عثمان ولد مولانا محمد شريف انصار خاندان سان نسبت رکندو هو. سندن وڏا حجاز کان سنڌ ۾ آيا هئا. حاجي محمد عثمان نون سالن جي عمر ۾ ئي پنهنجي وڏي ڀاءُ سان گڏ نوشهري فيروز مان هجرت ڪري، مکي شريف وڃي رهيو ۽ اتان پاڻ يمن وڃي حضرت علامه شوڪاني وٽ تعليم حاصل ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ سنڌ ۾ موٽي اچي نوشهري فيروز جي ڳوٺ ڪاهي راهوءَ ۾ سڪونت پذير ٿيو ۽ اناج جو واپار ڪندو هو. پير صاحب پاڳاري جي آزاديءَ واري جدوجهد ۽ سکن خلاف جهاد جو هڪ سرگرم ڪارڪن رهيو. جڏهن حريت ۽ آزاديءَ جا علمبردار سيد احمد ۽ مولانا اسماعيل بالاڪوٽ ۾ شهيد ٿي ويا ۽ مجاهدن جي فوج منتشر ٿي ويئي ۽ سنڌ جو مجاهد دستو واپس موٽيو انهيءَ ساڳئي دستي ۾ ميان محمد عثمان به شامل هو. انهيءَ جهاد ۾ شامل ٿيڻ لاءِ هو جيڪي هٿيار کڻي ويو هو، انهن مان هڪ تلوار ۽ خنجر سندن خاندان وٽ بطور يادگار اڄ به موجود آهن. هن زندگيءَ جو باقي حصو نوشهري فيروز ۾ گذاريو ۽ 1875ع ڌاري وڏي عمر ۾ وفات ڪيائين. سنڌ ۾ هن توحيد جي تبليغ ۾ اشاعت جو ڪم ڪيو. ڪيترائي رسالا ۽ تحريرون لکيائين، جيڪي زماني جي گردش جي ور چڙهي ويا.

**حاجي محمد عظيم اعوان:** حاجي محمد عظيم اعوان، 1865ع ڌاري شڪارپور ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم جا فقط چار درجا پڙهي 15 سالن جي عمر ۾ سول ڪورٽ شڪارپور ۾ بيلف جي نوڪري ڪيائين. ڪجهه مهينن کان پوءِ استعيفا ڏئي، پوليس کاتي ۾ سپاهي ٿيو. اها ملازمت به 1889ع ۾ ڇڏي. 1890ع ۾ ضلعي سکر جي اڳوڻي ڪليڪٽر ڪرنل مهيون جي مهربانيءَ سان حيدرآباد پڙهڻ ويو. ٻه سال رهي امتحان پاس ڪري مسٽر آرجلين ڪليڪٽر ضلعي سکر وٽ ايڪٽنگ منشي ٿي رهيو. آگسٽ 1895ع ۾ تپيدار مقرر ٿيو ۽ تعلقي اوٻاوڙي ۽ ميرپور ماٿيلي ۾ تپيدار ٿي رهيو. انهيءَ عرصي ۾ ڪيس ترقي به ملي ۽ تعلقي سکر جو سپروائيزر مقرر ٿيو. جتان جلد ئي ڪيس بدلي ڪري، ڳڙهي ياسين ۾ مقرر ڪيو ويو. ان کانپوءِ ڪيس شڪارپور تعلقي ۾ رکيو ويو. شڪارپور جي مشهور عالم ۽ اديب مولانا عبدالڪريم چشتيءَ جي قافلي سان حج لاءِ روانو ٿيو. جتان موٽڻ بعد حج جو سارو سفر سفرنامي ۾ قلمبند ڪيائين. جنهن ۾ سفر دوران پيش ايندڙ هر هڪ واقعي کي بيت جي صنف ۾ ترتيب ڏئي 'منظوم سفرنامه حج' جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ مسلم پريس شڪارپور مان ڇپائي مفت تقسيم ڪيائين.

هن 21 فيبروري 1940ع تي وفات ڪئي.

**حاجي محمد قائم جي مسجد:** هن مسجد بابت، پير حسام الدين راشدي، ڪتاب 'ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون' ۾ لکي ٿو ته: ٺٽي ۾ حاجي محمد قائم جي مسجد خواجه محلي ۾ هئي، جيڪا پوءِ نورسيه جي نالي سان مشهور ٿي. مسجد قديمي هئي، پر اهو نالو مٿس ٻارهين صدي هجريءَ ۾ پيو. هن مسجد جي اڳيان ئي 'جمل پير' جو ميدان هوندو هو. مولانا محمد قائم محدث سنڌي جيڪو وقت به ٺٽي ۾ رهيو ته هر روز ٽه پهريءَ جو مسجد ۾ حديث جو درس ڏيندو هو. سندس وفات 1157هه/ 1744ع ۾ ٿي. مسجد ۾ درس ڏيڻ سبب مسجد جو نالو 'حاجي محمد قائم واري مسجد' پئجي ويو.

**حاجي محمود 'خادم':** نامور اديب، صحافي ۽ شاعر حاجي محمود 'خادم' ولد محمد بچل تُنيي، 4 جنوري 1895ع تي ڳوٺ بنيءَ، تعلقي ميرو خان، ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم نامور عالم حاجي محمد چانڊيي جي دارالعلوم بني مدرسي مان حاصل ڪيائين. قرآن شريف ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ سنڌي ۽ انگريزي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مدرسه هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي ۾ داخل ٿيو. هيءَ نهايت ئي ذهين ۽ هوشيار هو. 1911ع ۾ ميان محمد قادري ۽ نواب امير علي لاهوريءَ وارن سان گڏجي حج تي ويو. ڪيس انگريزيءَ تي عبور حاصل هو. مڪه معظمه جي 'باب اسلام مدرسه' جي شاگردن کي 'هندستان جي تاريخ' متعلق ڄاڻ ڏيندو هو. 1914ع ۾ تپيداري ڪاليج حيدرآباد مان تپيداريءَ جو ڪورس پاس ڪيائين. ملازمت جو آغاز تپيدار جي حيثيت سان ڪرڻ کان پوءِ ترقي ڪري پهرين سپروائيزر پوءِ سرويئر ٿيو. ڳوٺ بنيءَ مان لڏي، لاڙڪاڻي شهر جي لاهوري محلي ۾ اچي رهيو. هيءُ گهڻ رخي شخصيت جو مالڪ هو ۽ هڪ ئي وقت شاعر، صحافي، سماج سڌارڪ هو. 1915ع ۾ ميان محمد قادري، ميان غلام سرور قادري ۽ نواز علي 'نياز'، 'بزم مشاعره' لاڙڪاڻي جو بنياد رکيو ته هن کي ان جو جوائنٽ سيڪريٽري مقرر ڪيو. سندس ڪوشش سان 1921ع ۾ پهرين سنڌ ادبي ڪانفرنس لاڙڪاڻي ۾ ٿي. 1933ع ڌاري ڪراچيءَ جي 'بزم ادب' ۽ 'بزم نظامي' کي سرگرم ڪيائين. 'سنڌ سڌار سوسائٽي' ناهي وئي ته ان جو وائيس چيئرمين چونڊيو ويو. هن جي ڪوشش سان 1946ع ڌاري سنڌ جي سمورن بزم مشاعرن کي گڏ ڪري 'جمعيت الشعراءِ سنڌ' جو بنياد وڌو ويو. هيءَ ان تنظيم جو روح روان هو ۽ آخري دم تائين ان جو سيڪريٽري رهيو. 1949ع ڌاري ڏهين آل سنڌ ادبي ڪانفرنس

۾ هن جي رڻ تي 'سنڌي ادبي سوسائٽيءَ' جو بنياد پيو. جنهن جو صدر ڊاڪٽر عمر بن دائود پوٽو کي ڪيو ويو. حاجي محمود 'خادم' جي خدمتن عيوض 26 ۽ 27 مارچ 1948ع تي ميهڙ ۾ تعليم کاتي سنڌ جي وزير پير الاهي بخش جي صدارت ۾ منعقد ٿيل نائين آل سنڌ ادبي ڪانفرنس جي موقعي تي سنڌ جي اديبن يڪراءِ ٺهراءُ پاس ڪري کيس 'مخدوم الشعراءِ' جو لقب ڏنو.

سندس ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيا، جن مان: 'رياض البلاغت' (1922ع)، 'يادگار داستان' (1911ع)، 'ستاره سنڌ'، 'امام مهدي'، 'اخلاقي خون' (1914ع) ۾ الهڏني الهورائي خان نالي هڪ ڪتب فروش ڇپايا. هن جي ٻن ترجمو ڪيل ناولن ۾ 'شمشير السلام' ۽ 'خنجر هلال' شامل آهن.

هن شاعريءَ ۾ 'خادم'، 'محمود'، 'پروفيسر'، 'هرهنتر' تخلص ڪتب آندا ۽ ڪڏهن 'فلڪ فردوسيءَ' جي نالي سان مزاحيه شاعري به ڪندو هو. 'اديب سنڌي' رسالي جي، مئي 1941ع واري شماري ۾ شايع ٿيل سندس نظم 'ڪالهه ۽ اڄ' وڏي شهرت ماڻي. ان کان سواءِ هن ڪيترين ئي انجمنون ڪولرايون، جن مان: 'خدام المساجد'، 'جماعت خادم الغربا'، 'انجمن تنظيم المسلمين' ۽ 'انجمن فدائي اسلام' مشهور آهن. مختلف اخبارن ۽ رسالن جي ايڊيٽريءَ جا فرض بنا نالي سرانجام ڏنائين. انهن ۾ هفتيوار اخبار 'الحقيقت'، 'هفتيوار پاڪستان' ۽ ماهوار رسالو 'اديب سنڌ' (اپريل 1941ع کان ڊسمبر 1952ع) وغيره شامل آهن. جيڪي باقاعدگيءَ سان لاڙڪاڻي مان شايع ٿيندا هئا. هن هوندراج 'دکايل' کان پرنٽنگ پريس خريد ڪري، 'پاڪستان پرنٽنگ پريس' جي نالي سان هلائي. سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي واڌاري لاءِ جدوجهد ڪندڙ حاجي محمود 'خادم' 9 جنوري 1960ع تي وفات ڪئي.

**حاجي محمود هالائي**: نامور صحافي ۽ سماجي ڪارڪن حاجي محمود ولد حاجي محمد اسحاق ميمڻ 8 مارچ 1908ع تي شهر هالا نوان ضلعي مٽياريءَ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم هالا ۾ حاصل ڪيائين. 1926ع ڌاري حج ڪيائين.



هالا جو هئڻ ڪري نالي پٺيان 'هالائي' لکندو هو. پندرهن سالن جي عمر ۾ خلافت تحريڪ ۾ حصو ورتي، سياسي زندگيءَ جو آغاز ڪيائين. ان کان پوءِ آل انڊيا نيشنل ڪانگريس، خاڪسار تحريڪ ۽ مسلم ليگ ۾ به رهيو. آزاديءَ جي جدوجهد دوران ڪيترا پيرا جيل ويو. 1926ع ڌاري صحافت شروع ڪيائين. 1935ع ڌاري ميرپورخاص ۾ پرنٽنگ پريس قائم ڪيائين. 1942ع ڌاري ميرپورخاص مان هفتيوار اخبار 'همدرد' جاري ڪيائين. مختلف موضوعن تي مضمون لکيائين، جيڪي 'همدرد' کان سواءِ ٻين ڪيترين سنڌي اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيا. هو صحافين جي مختلف تنظيمن جو عهديدار ۽ باني پڻ رهيو جن ۾: 'ٿرپارڪر ايڊيٽر ايسوسيئيشن'، 'ڊسٽرڪٽ پرنٽنگ پريس ايسوسيئيشن' وغيره شامل آهن هي ميرپورخاص پريس ڪلب جو صدر به رهيو. ان کان سواءِ 'انجمن مديران سنڌ' جو پريس سيڪريٽري پڻ رهيو. هن پنهنجي جدوجهد سان ٻهراڙيءَ جي ڪيترن ئي ڳوٺن ۾ اسڪول قائم ڪرايا. صحافت ۽ سياست سان گڏ شاعري پڻ ڪيائين.

حاجي محمود هالائيءَ، 30 آڪٽوبر 1984ع تي وفات ڪئي. کيس هالا نوان ۾ دفنايو ويو.

**حاجي مراد شاهه**: نامور سياستدان سيد حاجي مراد ولد سيد حاجي محمد نعيم شاهه جو جنم 1927ع ڌاري مٽياريءَ جي سادات گهراڻي ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم مقامي سطح تي حاصل ڪيائين. جڏهن ته مئٽرڪ حيدرآباد جي نور محمد هاءِ اسڪول مان ڪرڻ کان پوءِ بي. اي تائين ڪراچيءَ جي ايس. ايم. ڪاليج ۾ پڙهيو. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ هن سياست ۾ پير پاتو. سندس والد به سياستدان هو. جيڪو خلافت تحريڪ جو اهم رڪن ۽ مولانا محمد علي جوهر ۽ شوڪت علي جو ساٿي هو. ان 1909ع وارين چونڊن ۾ حصو ورتو ۽ مٽياريءَ مان بنا مقابلي چونڊيو ويو. ٽائون ڪميٽي مٽياريءَ جو چيئرمئن چونڊيو. ان کان اڳ ساڳي ميونسپالٽيءَ جو ايڊمنسٽريٽر پڻ رهيو. حاجي مراد شاهه 1965ع ۾ صوبائي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ان عهدي تي مارشل لا جي لاڳو ٿيڻ تائين برقرار رهيو. ريلوي بورڊ، سنڌ مدرسي ۽ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز جو ميمبر به رهيو. هن 1969ع ۾ پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي. 13 اپريل 1970ع تي وفات ڪيائين.

**حاجي مريءَ جو مقام**: هيءُ ڪاڇي (ضلعي دادو) جو مشهور مقام آهي، جنهن ۾ ڪيترائي ناميارا ماڻهو دفن آهن. جن ۾ سپهه سالار حاجي مري به شامل آهي. هو سپهه سالار مير موندر خان جو بهترين دوست هو. حاجي مري 22 ربيع الثاني 1110هه بمطابق 1699ع ۾ ميان دين محمد ڪلهوڙي طرفان ڳوٺ ڳيريلي، تعلقي ڏوڪريءَ جي ڀرسان مغلن جي لشڪر سان وڙهندي، مير موندر خان چانڊيي سان گڏ شهيد ٿيو. مشهور سپهه سالار خدام معرفاڻي جيڪو جنگ بنگاهه (1835ع) ۾ شهيد ٿيو هو. ان کي سردار ولي محمد خان حاجي مريءَ جي قبرستان ۾ دفن ڪرايو. درويش بالاچ فقير ميراڻي حمنائي چانڊيي جي قبر به هتي ئي آهي. بالاچ فقير وڏو بزرگ هو. سردار ملڪ غيبي خان جي همعصر فقيرن مان هو. هن مقام جي ڏکڻ ۾ ڳوٺ لالو تاماڻي سماراڻي چانڊيي جو مقام آهي. هن ڳوٺ جي ڀرسان مٺي پاڻي جو کوهه آهي، هن کوهه جو پاڻي صاف شفاف، سياري جو گرم ۽ اونهاري جو ٿڌو هوندو آهي. ڳوٺ جي ڏکڻ طرف چانڊيا جاگير جي مشهور نئن الڪا آهي.

**حاجي مولابخش سومرو**: نامور سياستدان خانبهادر حاجي مولا بخش ولد حاجي محمد عمر سومرو 1903ع ۾ شڪارپور ۾ جائو. هيءُ شهيد الله بخش سومري جو ننڍو ڀاءُ هو. هن ابتدائي تعليم مقامي سنڌي اسڪول ۾ ورتي. ان کان پوءِ ڪوئيٽا جي پبلڪ اسڪول ۾ سينيئر ڪئمبرج تائين پڙهيو. بعد ۾ چوڏهن سالن تائين بمبئي يونيورسٽيءَ جو فيلو رهيو. مولا بخش سومرو شروع ۾ 1934ع ڌاري شڪارپور ۾ فرسٽ ڪلاس آنرري مئجسٽريٽ به ٿي رهيو. ان وقت شڪارپور ميونسپالٽيءَ جو هڪ ٽرم لاءِ صدر ۽ ڪجهه وقت لاءِ جيڪب آباد زمينداري بئنڪ جو چيئرمئن به رهيو. کيس ضلعي لوڪلبورڊ سکر جي پريزيڊنٽ هئڻ جي ڏينهن ۾ خانبهادريءَ جو خطاب مليو. 1943ع ۾ خانبهادر احمد خان سڏايي جي فوت ٿي وڃڻ بعد سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1946ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ مولا بخش سومرو پنهنجن ٻن ساٿي ميمبرن سردار دادن خان لنڊ ۽ سردار خان کوسي سان گڏ چونڊجي آيو ۽ نيشنلسٽ گروپ جي نالي سان ڪانگريس جي مخالفت ۾ ڪوئليشن پارٽيءَ ۾ رهيو. 1946ع ۾ دهليءَ ۾ مسلم ليگ کان ٻاهر وارين جملي جماعتن جي ڪانفرنس ٿي، ان ۾ حصو ورتائين.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ حاجي مولابخش سومرو، مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو. يوسف هارون جي وزارت دوران کيس وزير ڪري کنيو ويو. 1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي چونڊجي آيو. 1954ع ۾ پيرزاده عبدالستار وزارت کي، سنڌ کي ون يونٽ ۾ شامل ڪرڻ کان انڪار ڪرڻ تي، گورنر ڊسمس ڪري انهيءَ شرط تي خانبهادر محمد ايوب کهڙي کي سنڌ جو وزيراعظم مقرر ڪيو ته هو سنڌ کي ونيونٽ ۾ شريڪ ڪرڻ جو ٺهراءُ سنڌ اسيمبلي مان پاس ڪرائي ڏيندو. کهڙي جي ان وزارت ۾ ٿوري وقت کان پوءِ حاجي صاحب کي به شريڪ ڪيو ويو. ان وزارت ۾ پيرعلي محمد شاهه راشدي، قاضي محمد اڪبر، سيد نور محمد شاهه ۽ ٻيا وزير شامل هئا. 1955ع ۾ هيءَ پاڪستان جي آئين ساز اسيمبليءَ تي سنڌ اسيمبلي طرفان ميمبر چونڊجي ويو. انهيءَ دوران کيس مرڪزي حڪومت ۾ مملڪتي وزير مقرر ڪيو ويو. جنهن دوران ڪشمير، پارلياماني مامرن ۽ نشر و اشاعت جا کاتا سندس سنڀال هيٺ رهيا. ڪجهه مهينن بعد کيس مهاجرن جي آبادڪاريءَ جو وفاقي وزير مقرر ڪيو ويو. آڪٽوبر 1959ع تائين مرڪزي حڪومت جو وزير رهيو. 1970ع ۾ هيءَ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. سياسي معاملن ۽ واپار جو وفاقي وزير بڻيو. 3 فيبروري 1989ع تي وفات ڪيائين. کيس شڪارپور جي پنج پير قبرستان ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو. حاجي مولابخش سومري کي 3 فرزند: احمد ميان سومرو، الاهي بخش سومرو ۽ ڊاڪٽر منصور سومرو ٿيا، جن جو شمار ملڪ جي ناليوارن سياستدانن ۾ ٿئي ٿو.

**حاجي مير محمد بلوچ**: حاجي مير محمد ولد بلوچ خان سيلاوٽ بلوچ 1870ع ڌاري جيسلمير ۾ ڄائو. سندس تعلق راجپوتن جي چوهاڻ پاڙي سان هو. ننڍي هوندي مزدوري ڪري آهستي آهستي ننڍا مقاطعا ڪنيائين، ٿورو پئسو گڏ ڪري وڏا مقاطعا سرڪار ۽ ميونسپالٽيءَ کان کڻڻ شروع ڪيائين، جنهن مان ڪافي ملڪيت ٺاهيائين. ڪراچيءَ جي سول اسپتال ۽ مئڪنن مئڪنزي جون عمارتون به سندس ٺهرايل آهن. هن گجراتيءَ ۾ لکڻ پڙهڻ جيتري تعليم ورتي. جلد ئي سرڪار طرفان کيس آنرري مئجسٽريٽ مقرر ڪيو ويو. هن



1919ع ۾ خلافت تحريڪ ۾ حصو ورتو جنهنڪري کيس سرڪاري مقاطعا ملڻ بند ٿي ويا. سنڌ خلافت ڪميٽيءَ جي خدمتن عيوض کيس نائب صدر چونڊيو ويو. جنهن دوران سنڌ ۽ هندستان ۾ ڪٿي به ڪانفرنس ٿيندي هئي ته گهڻو ڪري شامل ٿيندو هو. قومي خدمتن ۽ عمر رسيده هئڻ ڪري عام ماڻهو کيس 'بابا مير محمد بلوچ' ڪري سڏيندا هئا. 1926ع ۾ ڪراچيءَ طرفان کيس بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو. جڏهن سکر بئراج جي تعمير پئي ٿي ته هن ان جي تعميري نقصن تي سخت نقط چيني ڪئي، انهيءَ سلسلي ۾ مسٽر محمد هاشم گذدر جي مدد سان هن 'ٻه چوپڙيون' (ڪتاب) ڇپرائي ورهايون. جنهن تي بمبئي سرڪار مجبور ٿي نواب علي يار جنگ ۽ سر ويسويسرايا نالي ٻه ماهر انڪوائريءَ لاءِ مقرر ڪيا. 1919ع ڌاري هن بمبئيءَ ۾ عورتن کي ووٽ جي حق ڏيارڻ جي تحريڪ ۾ ڪافي ڪوشش ورتيون. 1916ع ۾ حاجي مير محمد ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر چونڊيو. جنهن جي مکيه ڪميٽين تي ڪم ڪندو رهيو ۽ آخري گهڙيءَ تائين ميمبر رهندو آيو. سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ واري تحريڪ ۾ هن مکيه حصو ورتو. اول هيءَ ڪانگريس جو مکيه ڪارڪن ۽ ڪراچي ڪانگريس ڪاميٽيءَ جو نائب صدر رهيو.

جڏهن مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي وچ ۾ آل انڊيا آئيني سوالن تان اختلاف پيدا ٿيا ته هن مسلمانن جي عام راءِ کي نظر ۾ رکندي، مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي. عمر جي آخري حصي ۾ مير محمد بلوچ امپورٽ ۽ ايڪسپورٽ جو ڪم ڪيو. باهمت ۽ اڻٿڪ قومي ڪارڪن، سچو محبتي، خوش اخلاق انسان هو. کيس اولاد ۾ هڪ پٽ مسٽر حسن علي هو. بمبئي ڪائونسل جي اجلاس ۾ پرزور تقرير ڪندي بابا مير محمد بلوچ کي دل جي تڪليف ٿي پئي، جنهنڪري ڪراچي کڻي آيس، جتي هن 9 رمضان 1352هه مطابق 26 ڊسمبر 1933ع تي وفات ڪئي.

**حاجي نجم الدين سريوال**: سياسي ۽ سماجي خدمتگار حاجي نجم الدين سريوال، ضلعي بدين، تعلقي ماتليءَ جي ڳوٺ ماٺڪ سريوال ۾ 1920ع ڌاري جنم ورتو. هي لغارين جي سريوال پاڙي مان هو. هن ابتدائي تعليم گلاب لغاريءَ جي پرائمري اسڪول مان حاصل ڪئي ۽ ورنيڪ تعليم ٽنڊي باگي جي هاءِ اسڪول مان حاصل ڪيائين. حاجي نجم الدين سريوال 1945ع ڌاري سياست جي شروعات ڪئي ۽ ماتليءَ مان ميونسپل ڪميٽيءَ جي ميمبر طور منتخب ٿيو. 1953ع ڌاري ماتلي جي ٽڪ تان صوبائي سيٽ لاءِ مسلم ليگ طرفان ايوب کهڙي گروپ جي نور محمد نظاماڻيءَ سامهون چونڊ وڙهي عبدالستار پيرزادي جي وڏ وزارت ۾ ايڪسائيز کاتي جو صوبائي وزير ٿيو. ون يونٽ واري اليڪشن ۾ مغربي پاڪستان جو ميمبر منتخب ٿيو. 1956ع ڌاري ڊاڪٽر خان صاحب جي وزارت ۾ جهنگلات جو وزير مقرر ٿيو. سنڌ ۾ 1956ع ڌاري آيل ٻوڏ دوران آبپاشي کاتي جا پاور ملڻ تي ماتلي شهر کي بچائڻ لاءِ وڏي ڪوشش ڪيائين ۽ اتان ٻوڏ مان ماڻهن کي ڪڍڻ لاءِ خصوصي ريل هلرايائين.

4 مارچ 1967ع واري واقعي ۾ جن شاگردن جي ڪورٽ مان ضمانت نه ٿي هئي، انهن شاگردن جي ضمانت حاجي نجم الدين سريوال ان وقت جي لا ڪاليج جي پرنسپل ۽ وڪيل محمد ميمڻ جي گذارش تي ڪرائي. يحيٰ دؤر ۾ پهرين تهمينه دولتانه ۽ بعد ۾ سڪندر حيات جي ٻاهرين ملڪ وڃڻ بعد پاڪستان مسلم ليگ جو عارضي صدر به ٿيو. 73-1970ع ڌاري ٽنڊي باگي- بدين تڪ تي پيپلز پارٽيءَ جي رهنما ذوالفقار علي ڀُٽي جي سامهون اليڪشن ۾ بيلو هن ان اليڪشن ۾ 5000 ووٽن تان شڪست کاڌي. ان بعد 1973ع ۾ ذوالفقار علي ڀُٽي ۽ ان وقت جي وزيراعليٰ ممتاز علي ڀُٽي جي چوڻ تي پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. 1983ع ۾ ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين ۽ گرفتار به ٿيو. حاجي نجم الدين سريوال، ضيا دؤر ۾ غير جماعتي اليڪشن دوران بائيڪاٽ ڪري، سياسي حلقن ۾ هڪ نمايان ڪردار ادا ڪيو. اڳوڻي وزيراعظم غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جي دؤر ۾ صوبائي وزير ٿيو. 1988ع کان سياست کان الڳ ٿيو. حاجي نجم الدين سريوال 2004ع ۾ وفات ڪئي. پويان ٻن پٽن جو اولاد اٿس. وڏو پٽ بشير احمد سريوال پ پ ضلعي بدين جو سينيئر نائب صدر ۽ ايم. پي. اي پڻ رهيو آهي.

**حاجي نور محمد شاه 'نورل':** سيد حاجي نور محمد شاه ولد اسماعيل شاه، فيبروري 1890ع ۾ ڳوٺ موري منگر، تعلقي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. سندس تعلق متعلوي سادات سان هو. هن جو والد زميندار هو ۽ علم ۽ فضل ۾ ڪافي دسترس رکندو هو. پنهنجي پٽ کي ڳوٺ کان هڪ ميل پري پيندي شريف جي مدرسي ۾ ابتدائي اعليٰ تعليم لاءِ داخل ڪرايائين. جتي سيد نور محمد شاه عربي، فارسي ۽ قرآن شريف جي تعليم مدرسي جي مشهور استاد مولوي مبين عبدالله کان حاصل ڪئي. سندس قابليت ۽ ذهانت ڏسي ان وقت جي تعليم کاتي جي عملدار کيس پيندي شريف جي پرائمري اسڪول ۾ نائب ماستر مقرر ڪيو. ڇاڪاڻ ته ان وقت پيندي شريف ۾ علم جو گهڻو چرچو هو ۽ ڪنهن گهٽ لياقت واري ماستروٽ اتي جا ماڻهو پنهنجا ٻار پڙهائڻ لاءِ تيار نه هئا. هن 32 سال انهيءَ اسڪول ۾ نوڪري ڪئي ۽ 1946ع ۾ رٽائر ڪيائين. اسڪول جي نوڪريءَ دوران شاعري ۽ مطالعي کي جاري رکيائين. حاجي نور محمد شاه 'نورل' جو ڪلام مناجاتن، رباعين، غزلن، قصيدن، مداحن، مرثين تي مشتمل آهي. سندس خطبن جو هڪ مجموعو به تصنيف ٿيل آهي.

**حاجي ولي محمد نظاماڻي:** حاجي ولي محمد نظاماڻي 14 جون 1937ع ۾ سانگهڙ شهر ۾ جنم ورتو انهيءَ وقت برصغير ۾ انگريزن جو راڄ هو سنڌ ۾ حُرن خلاف انگريزن جون ڪاروايون عروج تي هيون، حاجي ولي محمد ان وقت جي حُر ڪئمپن ۾ پڙهيو پرائمري تعليم ڪپرو، وارهين، سکر ۽ سانگهڙ جي (Concentration Camps) لوڙهن ۾ حاصل ڪيائين. وڌيڪ تعليم نوابشاهه جي هاءِ اسڪول ۽ سانگهڙ جي لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول مان حاصل ڪيائين. فرسٽ ايئر گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۽ انٽرهالا ڪاليج مان ڪيائين. بي. اي سچل ڪاليج حيدرآباد ۽ ايم. اي سنڌي ادب ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. 10 جولاءِ 1958ع ۾ اسسٽنٽ ماسٽر طور ايڊيوڪيشن کاتي ۾ ڀرتي ٿيو ترقي ڪندو ايس. ڊي. او شهدادپور ٿيو 87- 1986ع ۾ نئين روشني پراجيڪٽ ۾ ڊي. پي. ايم مقرر ٿيو هيءُ ڊي. سي. او مسجد اسڪول پڻ رهيو. 1991ع کان 1993ع تائين ڊي. اي. او جي عهدي تان رٽائرڊ ٿيو. رٽائرمينٽ کانپوءِ سندن گهڻو وقت مطالعي ۽ عبادت ۾ گذرندو آهي. حُر تحريڪ دوران ساڻس ۽ سندس خاندان ڪهڙين عقوبتن ۽ اذيتن مان گذريو. ان بابت سندس سوانح 'ڳالهيون من اندر جون' عنوان سان (استاد نظاماڻيءَ جي مرتب ڪيل) ڪتاب 'جي گهارياسين بند ۾' شايع ٿيل آهي. جنهن ۾ حاجي ولي محمد جو مختصر تعارف به شايع ٿيل آهي.

**حادثي کان پوءِ (ڪتاب):** نامور سنڌي ڪهاڻيڪار خاتون ڪملا گوڪلاڻيءَ جي ڪهاڻين جو پهريون مجموعو آهي. جنهن ۾ سندس 10 ڪهاڻيون: زندگي هڪ پاراتو هڪ هي سيتا، قيد ٿيل ارمان، سرد صبوح جو سورج، حادثي کان پوءِ، پائي پئسو دل ننڍي دک وڏا، جذباتي ناتا، وويڪ جا وڌ ۽ اندر جي عدالت شامل آهن. الهاس نگر ڀاران ڪرائون سائيز جي 100 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي ۽ ان جو پهريون ڇاپو 1984ع ۾ ڇپيو آهي.

حادثي کان پوءِ



**حارث بن ابي هاله:** حارث بن ابي هاله ام المؤمنين حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله عنها جو فرزند هو. جيڪو کيس پهرئين مڙس مان ڄائو هو. جڏهن حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ڪعبي ۾ توحيد جو اعلان ڪيو ته ڪافرن مٿن حملو ڪيو. حارث اها خبر ٻڌي نبي سڳوري ﷺ جي حفاظت لاءِ ڊوڙندو اتي پهتو ته ڪافرن مٿس حملو ڪري کيس شهيد ڪري ڇڏيو. ان ڪري حارث کي اسلام جي راهه جو پهريون شهيد سڏيو ويو آهي. *(حوالو: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا (اردو)).*

**حارث بن عميرازدي:** هيءُ اصحابي، ازد قبيلي مان هو مڪي جي فتح کان پهريان اسلام قبول ڪيائين. پاڻ سڳورن جڏهن بادشاهن ۽ اميرن کي اسلام جي دعوت جا خط موڪليا ته هڪ خط بصري جي بادشاهه شرجيل بن عمر جي نالي به لکيائون. حضرت حارث تي اهو خط پهچائڻ جي ذميواري رکي وئي. حضرت حارث اهو خط کڻي موته واري هنڌ تائين پهتو ته شرجيل سان سندس ملاقات ٿي وئي. ان ڪانئس پڇيو ته ڪيڏانهن وڃي رهيو آهين؟ حضرت حارث چيو ته شام وڃي رهيو آهيان. شرجيل چيو ته ڪنهن جو قاصد آهين؟ حضرت حارث چيو ته حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جو قاصد آهيان، اهو ٻڌي شرجيل کيس بيدرديءَ سان شهيد ڪرائي ڇڏيو.

حارث، اسلامي تاريخ جو پهريون قاصد آهي، جنهن خدا جي راهه ۾ شهادت جو جام پيتو. حضورؐ جن کي سندس شهادت جي خبر ملي ته کين تمام گهڻو ڏک رسيو ۽ حضرت حارثؓ جي خون جي بدلي لاءِ حضرت زيدؓ بن حارث جي اڳواڻيءَ ۾ هڪ لشڪر 'موته' روانو ڪيائون. جنگ دوران حضرت زيدؓ ۽ حضرت جعفر طيارؓ ۽ ٻيا شهيد ٿيا.

**حاصل (ديهه):** تعلقي ٻني عاقل جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

حاصل، ونهيو جوڻيجو، ڇتو جوڻيجو روپو مينگهواڙ، سلطان پور، پنجو جوڻيجو، الهورايو جوڻيجو، نظير پنجابي، رمضان آرائين ۽ صدرالدين آرائين.

**حاصلا[1] (ديهه):** تعلقي قمبر جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاصلا، دودو گوپانگ، سلطان حاصلو شهداد چانديو قائم جت، شوڪت آباد، شهولي لوهر ۽ انور چانديو عرف جمعو چانديو.

**حاصلا[2] (ذات):** حاصلا، سماٽ نسل جي هڪ ذات آهي. حاصل خان سندن وڏو هو.

**حاصل النهج (ڪتاب):** حاصل النهج ڪتاب نامور عالم مخدوم جعفر بوبڪائيءَ جو لکيل آهي. مخدوم صاحب جو واسطو تعليم سان رهيو آهي. سندس ڪيترائي ڪتاب تعليم ۽ طريقه تعليم تي لکيل آهن. تعليم جي طريقي (Methodology of Education) تي هڪ عربي ڪتاب تيار ڪيائين. هي سنڌ جو پهريون ڪتاب آهي جنهن ۾ 'تعليم ڏيڻ' بابت تفصيل سان لکيو ويو هن کان اڳ تعليم تي انهي دؤر ۾ ڪنهن عالم ڪونه لکيو آهي. سندس مروج ڪيل تعليمي اصول اڄ به قابلِ عمل آهي.




مصر جي الازهر يونيورسٽيءَ ۾ هي ڪتاب ڪورس تي رکيل آهي. جيڪو سال 1969ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان شايع ڪيو ويو هو. ان جو سنڌي ترجمو مولانا عبدالرسول قادري ساڳئي نالي سان ڪيو جيڪو سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري، سال 1993ع ۾ شايع ڪيو.

**حاصل جنين حال** (ڪتاب): هن ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد جا ميان محمد امين کوسي ڏانهن لکيل خط شامل آهن، جن جو مرتب ناليوارو ليکڪ آزاد قاضي آهي. جي. ايم. سيد ۽ امين کوسو هڪٻئي جا گهاٽا رفيق هئا ۽ سندن وچ ۾ هڪٻئي ڏانهن مختلف دؤرن ۾ خط و ڪتاب جاري رهندي هئي. جي. ايم. سيد ۽ محمد امين خان کوسي جي مثالي دوستي مشهور رهي آهي. هو جي. ايم. سيد کي سنڌ جي ڇوٽڪاري جو بنيادي سهارو تصور ڪندو هو. هن کان اڳ ۾ امين محمد کوسي جا جي. ايم. سيد ڏانهن لکيل خط خود جي. ايم. سيد ترتيب ڏئي، ٻن ڀاڱن ۾، ’واجھ ويراڳين جا‘ عنوان سان ڇپائي پڌرا ڪيا هئا. هي خط ايندڙ وقت جي محققن لاءِ هڪ بنيادي ماخذ (Source Material) طور محفوظ آهن. ڪتاب جي فصل پهرئين ۾ ميان محمد امين کوسي ولد عبدالعزيز کوسي جي حياتيءَ جو احوال، مرتب، ڪتاب ’جنب گذاريم جن سين‘ ڪتاب مان ڪٽي شامل ڪيو آهي. ان بعد جي. ايم. سيد جا 1947ع کان 1973ع تائين جا لکيل 76 خط ڏنا ويا آهن. ضميمي (1) ۾ محمد امين کوسي جي وفات کان پوءِ سندس خاندان وارن سان ڪيل لکپڙھ ۽ ضميمي (2) ۾ محمد امين کوسي جا سيد بابت مضمون ڏنل آهن. هيءُ ڪتاب سيد جلال محمود شاهه، جي. ايم. سيد فائونڊيشن ڪراچيءَ پاران، 2004ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. ڊيمي سائيز ۾ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ ڪُل 160 صفحا آهن. جنهن جي قيمت 100 روپيا آهي.




**حاضر خان جو قبو**: هيءُ قبو تعلقي وارهه، ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ جي ’حمل‘ ڳوٺ کان ٻه ميل اتر طرف ’ڪڇي جي ڊِبَ‘ تي موجود آهي. هيءُ قبو سومرن جي دؤر حڪومت جو يادگار آهي. هن قبي ۾ ٻه قبرون موجود آهن، جن مان هڪ قبر حاضر خان جي ۽ ٻي سندس زال جي آهي. حاضر خان چانڊين جو سردار ٿي گذريو آهي، جيڪو سومرن جي دؤر جو چيو وڃي ٿو. قبو پڪين سرن سان ٺهيل آهي.

**حاضر سائين** (فلم): جاموٽ فلمز جي طرفان پيش ڪيل هيءَ سنڌي فلم، 26 آگسٽ 1979ع تي فلمي سئنيما ۾ رليز ٿي. هن فلم جي ڪهاڻي لکندڙ، پروڊيوسر ۽ هدايتڪار ايس. گُل هو جڏهن ته موسيقار غلام حيدر هو هن فلم ۾ ايس. گُل، سعيد، احمد علي، وسيم، قمر ميمڻ، شهنيلا قريشي، شبانه ناز، روشن عطا، بينا، گاجن قريشي، نور محمد لاشاري، ملڪ انوکو شنڊري ۽ سيد سليمان شاهه اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم تاج محمد سئنيما ڪراچي، شهاب سئنيما حيدرآباد، شاليمار سئنيما حيدرآباد، ايمپائر سئنيما لاڙڪاڻي ۽ سُهڻي سئنيما جيڪب آباد ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. فلم جو موضوع نج سنڌي سماج جي عڪاسيءَ تي ٻڌل هو هيءَ فلم ڏسندڙن ۾ مقبول وئي.

**حاضري**: هيءُ لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ مختلف معنائن ۾ ڪم ايندو آهي. ڪورٽ يا عدالت ۾ پيشيءَ کي به ’حاضري‘ چئبو آهي. ڪنهن بزرگ جي درگاهه تي دعا لاءِ حاضر ٿيڻ کي ته ’حاضري‘ سڏيندا آهن. گويا يا فنڪار درگاهه تي بنا ڪنهن معاوضي عقيدت سان حاضر ٿي فن جو مظاهرو ڪندا آهن، ان کي به ’حاضري‘ يا ’چونڪي‘ سڏيو ويندو آهي.

- ’حاضري‘ هڪ خاص مذهبي اصطلاح به آهي، جيڪا هڪ قسم جي باس يا نياز جو خاص نمونو هوندي آهي.
- حاضري، حضرت عباس عليه السلام سان منسوب نياز کي به چئبو آهي، جيڪا هڪ قديم روايت آهي. شيعا مسلڪ سان واسطو رکندڙ فرد ڪنهن مشڪل يا تڪليف وقت حضرت عباس علمدار ’باب الحوائج‘ سان منسوب علم هيٺ اچي باس باسيندا آهن ۽ دعا گهرندا آهن ته جيئن ئي مشڪل حل ٿيندي ته اوهان جي حاضري اچي پربي. حاضريءَ جو خاص نياز ٻاڪري گوشت جو ٻوڙ، نان ۽ سُوجيءَ جو حلوو هوندو آهي.

حاضري جي محفل ۾ حديث ڪساءِ، حمد ۽ نعت کان پوءِ حضرت عباس عليه السلام جي شان ۾ منقبتون ۽ قصيدا پڙهيا ويندا آهن. محفل ختم ٿيڻ کانپوءِ محفل جو ميزبان مهمانن کي پنهنجي هٿن سان نياز کارائي، هٿ ڌئارائي رخصت ڪندو آهي. سنڌ ۾ حاضريءَ جي نياز جو رواج تمام قديم آهي. ’صحيفة العزا‘ ۾ قاسم علي مرزا لکي ٿو ته، ”سنڌ ۾ حاضريءَ جي محفل قديم دور کان هلندي اچي پر ان کي وڌيڪ عام ڪرڻ ۾ سنڌ جي ڪلهوڙا خاندان جي حاڪم ميان غلام شاهه ڪلهوڙي جو وڏو ڪردار آهي. ميان غلام شاهه ڪلهوڙو هر سال 8 محرم الحرام جي ڏينهن وڏي پيماني تي حاضريءَ جي مجلس ڪرائيندو هو. سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن مير فتح علي خان ٽالپر، مير ڪرم علي خان ٽالپر، مير مراد علي خان ٽالپر، مير نور محمد خان ٽالپور، مير نصير خان ٽالپور ۽ ٻين ٽالپر حڪمرانن پڻ حاضريءَ جي محفلن کي عام ڪيو. ٽالپرن جي منعقد ڪيل حاضريءَ جي محفل جو سرواڻ سيد ثابت علي شاهه ڪربلائي هوندو هو. سيد ثابت علي شاهه سان گڏ سندس شاگرد رشيد مرزا مراد علي بيگ سائل پڻ مرثيه خواني ۽ قصيده خواني ڪندو هو. حاضري جي محفل کي عام ڪرڻ ۾ سيد ثابت علي شاهه جو تمام اهم ڪردار رهيو آهي. هن وقت سنڌ ۾ حاضريءَ جون محفلون ٿين ٿيون.

**حافظ**: حفاظت ڪندڙ، سنڀاليندڙ. قرآن شريف کي بر زبان ياد ڪندڙ کي ’حافظ‘ چيو ويندو آهي. محاوري ۾ ’نابين‘ کي به ’حافظ‘ چيو ويندو آهي.

**حافظ ابراهيم**: حافظ ابراهيم مغل دؤر جي نامور بزرگن مان هو. سنڌ جي تاريخ جي مشهور ڪتاب تحفة الڪرام ۾ مير علي شير قانع ٺٽويءَ سندس نسبت لاڪا ذات سان ڄاڻائيندي لکيو آهي ته: ”هيءُ علمي فيض ۾ ايڏي ته مرتبي کي پهتو جو شاهجهان بادشاهه جي پٽ دارا شڪوه کي پڙهائڻ لاءِ شاهي دربار پاران استاد مقرر ٿيو دارا شڪوه جيستائين جيئرو هو، هو پنهنجي استاد حافظ ابراهيم جي گهڻي عزت ڪندو هو. هن کي وڏي شهرت حاصل هئي.“

**حافظ ارشد انڙ**: ليکڪ، تعليمدان ۽ ٽي. وي ڪمپيئر حافظ ارشد انڙ، 10 ڊسمبر 1950ع تي ڳوٺ ستابو انڙ، تعلقي پني عاقل ۾ پيدا ٿيو پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. عربي تعليم مدرسي مدينة العلوم پني عاقل، محبوب ڳوٺ، قاسم العلوم گهوٽڪي ۽ جامعہ دينيہ دارالهديٰ ٺيڙهيءَ مان حاصل ڪيائين. پير جهنڊي ۾ قرآن مجيد حفظ ڪيائين. هن عملي زندگيءَ جي شروعات



درس ۽ تدريس سان ڪئي ۽ مختلف انتظامي عهدن تي رهيو. جن ۾ سکر ۽ حيدرآباد جي تعليمي بورڊن جو ڪنٽرولر به ٿيو. ريڊيي ۽ ٽي. وي ۽ تي سندس ميزبانيءَ هيٺ ڪيترائي پروگرام نشر ٿيندا رهيا آهن. خاص ڪري ’صراط مستقيم‘ سندس مقبول پروگرام رهيو آهي. هن سنڌ جي تاريخ ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شخصيت ۽ تعليم تي به گهڻو ڪم ڪيو آهي ۽ ان سلسلي ۾ سندس سٺو مطالعو آهي. وٽس سٺي لائبريري به آهي، جنهن ۾ ڪيترائي قديم ڪتاب به رکيل آهن. هيءَ ڪيترن ئي ملڪن جو مطالعاتي دورو ڪري چڪو آهي.

**حافظ ’حامد‘ ٽکڙائي**: حافظ حامد ولد محمد هاشم ميمڻ جو جنم، 1832ع ڌاري سنڌ جي مشهور شهر ٽکڙ ۾ ٿيو. حافظ حامد جي ٽي پيڙهيون پوئتي، ڪلهوڙا دور جي غزل جي پهرئين شاعر نور محمد ’خسته‘ سان خانداني نسبت هيئڻ ريت ملي ٿي. حافظ حامد پٽ محمد هاشم پٽ نور محمد خسته. حافظ حامد ٽن ورهين جي عمر ۾ ماتا جي بيماريءَ سبب اکين کان نابين ٿي ويو ۽ ان نابينائيءَ واري بيماريءَ ۾ مبتلا ٿيڻ جي سال اڌ بعد سندس والده به وفات ڪري وئي پر ننڍڙي حامد کي قدرتي صلاحيت هئي. هن قرآن شريف جا 8 سيپارا حفظ ڪري ورتا ۽ ان بعد حرمين شريفين ڏانهن ديار حبيب جي سفر تي روانو ٿي ۽ باقي 22 سيپارا مديني شريف ۾ اٺن مهينن اندر حفظ ڪري ورتائين. آخر 2 حج ڪري واپس وريو ۽ ان کان پوءِ به ٽي حج ڪيائين. ان وقت تائين عربي ۽ فارسي نه پڙهيو هو پر پوءِ به سڄو سفرنامو ’مناسڪ الحج‘ منظوم چيائين، جيڪو حالات جي ستم ظريفيءَ ۾ اگهتي هلي گم ٿيو. موٽي اچي حافظ شروعاتي تعليم ملاڪاتيارن ۾ مولوي موسيٰ نظاماڻيءَ وٽ فارسي پڙهيو ’شرح ملا‘ تائين پڙهڻ بعد پهرين ٽنڊي سائينداد جي مولوي ابوالحسن وٽ ۽ پوءِ مٽيارين ۾ عربيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. حافظ حامد عربيءَ جي علم کان فارغ ٿي، ڪجهه وقت تعليم جاري رکيائين. شادي ڪيائين ۽ ان کانپوءِ ڪجهه وقت ڪپڙي جو دڪان هلايائين. ڪپڙي جي جنس ۽ رنگ سڃاڻڻ ۾ اهڙو ته ماهر هو جو جيڪڏهن نالي خاطر چشمو چاڙهي واپار ڪري ها ته ڪوبه گراهڪ ڪڏهن به پروڙي نه سگهي ها ته هيءَ ڪو نابين هو. حافظ حامد جا ’خطبا‘ قصيدن، مسدس ۽ ترجيع بندن جي صورت ۾ مولوي هدايت الله ’مشتاق‘ متعلوي آگاتا ڇپائي پڌرا ڪيا هئا. جيڪي سنڌ جي اڪثر ڳوٺن جي مسجدن ۾ جمعي نماز جي موقعي تي پڙهيا ويندا آهن. هن علمي شهرت سان گڏ شاعريءَ ۾ به وڏو نالو ڪڍيو. ڪيس سنڌي شاعريءَ جو ’جان ملٽن‘ چيو ويندو آهي. انتهائي ذهين ۽ حاضر دماغ شخص هو هيءَ پنهنجي دور ۾ غزل جو شهنشاهه شاعر ٿي گذريو آهي. شيخ عبدالحليم ’جوش‘ حافظ حامد بابت لکيو آهي ته: ”حافظ حامد، ٽکڙ جو پهريون غزل گو شاعر هو. جنهن نج سنڌيءَ ۾ غزل چيو ۽ بحر وزن جي پوئواري ڪندي پنهنجي ڪلام کي موزون شاعريءَ جي تصنع ۽ تڪلف کان بچايو ۽ عربي ۽ فارسيءَ جي ڳاٽي ٽوڙ لفظن ڪتب آڻڻ کان پاسو ڪيو“.

حافظ حامد ٽکڙائي جي شاعريءَ ۾ لفظن جي سادگي ۽ ڪلام جي رواني خاص خوبيون رهيون آهن. هي فطرتي حسن جي عڪاسي ڪندڙ شاعر هو حافظ حامد ٽکڙائيءَ سنڌي روايتي غزل ۾ نئين راهه همورا ڪئي، جنهن جو اثر سندس همعصر شاعرن فاضل شاهه ’فاضل‘، خليفي نبي بخش ’قاسم‘، غلام محمد شاهه ’گدا‘ ۽ مير عبدالحسين سانگيءَ به قبوليو اهڙيءَ طرح سندس شاعريءَ ۾ سنڌي پهاڪا ۽ محاورا، ٺيٺ سنڌي ٻولي جو استعمال، سنڌ جي نيم تاريخي ۽ رومانوي داستانن جا حوالا ۽ سنڌي ماحول جي ترجماني موجود آهي. حامد سنڌ جي نيم تاريخي ۽ رومانوي داستانن کي ايراني غزل ۾ بيان ڪرڻ، سنڌي ماحول ۾ سمائڻ ۾ ڪمال مهارت رکندو هو. ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکي ٿو ته: ”حامد ٽکڙائي پنهنجي ڪلام ۾ هن سونهن ڀرئي سنسار جا جيڪي پار پتا ڏنا آهن، سي ڪو اڪين وارو به مشڪل سان ڏئي سگهي.“

حامد ٽکڙائيءَ جي شاعري، غزلن، ڪافين ۽ خطبن تي مشتمل آهي. سندس ديوان جو پهريون حصو ’ارمغان حامد‘ جي نالي سان سندس پٽ محمد هاشم مخلص (1926ع) ۾ شايع ڪرايو هو. جنهن ۾ سندس سنڌي، عربي ۽ فارسي غزل گڏ ڪيل آهن ’ارمغان حامد‘ مڪمل صورت ۾ محمد خان غنيءَ جو فرزند محمد دائود ’تاج‘ ٽکڙائي شايع ڪرائي رهيو آهي. حافظ حامد سير ۽ سياحت جو شوقين هو ۽ سير سفر ڪندي جوڌپور رياست جي ڳوٺ ڇاريلي درسن واريءَ ۾ 1315هه/1897ع تي وفات ڪيائين. سندس هڪ شعر آهي:

عمر عين (ع) آهي نه ويجهو وطن،
مٽي ماڙئين ڪير ڏيندم ڪفن،
ڪندم شال ڪنڌئين ڏراڙيون دفن،
ڀَڪي پارڪر پوندا منهنجا پٽرا!

**حافظ حبيب سنڌي**: حافظ حبيب سنڌيءَ جو اصل نالو احتشام الحق ولد محمد عثمان ڪتي آهي. هن 22 فيبروري 1954ع تي ڪتي محلي، چوهڙ جمالي، ضلعي ٺٽي ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم مولانا محمد عمر واحداڻيءَ کان حاصل ڪيائين. بعد ۾ عربي، فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪري مولوي فاضل جو امتحان ڏيڻ بعد، خانگي طرح مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري 1989ع ۾ مدرسه دارالعلوم عثمانيه ٺٽي مان ’سندالفراغ‘ بي. اي جي مساوي ڊگري حاصل ڪئي، حافظ حبيب سنڌيءَ جي ڪافي علمي ۽ ادبي ادارن ۾ سڄل سرمست



آرٽ سرڪل چوهڙ جمالي، تنظيم فڪر و نظر سکر، لاڙ ادبي سوسائٽي وغيره، سان وابستگي رهي آهي. ادب ۾ تعليم پنهنجي ڀاءُ حزب الله ’مظفر‘ ۽ مولانا محمد عمر کان حاصل ڪيائين. بعد ۾ باقاعدي تربيت نامور اديب عزيز جعفراڻيءَ کان حاصل ڪيائين. سندس تحريرن ۾ مقصديت ۽ حقيقت جو رنگ نمايان نظر اچي ٿو هن وقت تائين 22 ڪتاب تصنيف، ترجمو ۽ ترتيب ڏيئي چڪو آهي، جن ۾: (1) ڪريما فارسي منظوم جو سنڌي ترجمو، (2) ڪتري قوم جي تاريخ، (3) تاريخ اولياءِ شاهبندي، (4) سنو مسلمان ڪيئن ٿجي وغيره. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ به سندس هڪ ڪتاب ’ماڇر، ڪڪرالي ۽ ڪاري جي ٻولي‘ (سال 1994ع) ڇپرايو آهي.

**حافظ حڪومت خان:** علي مراد خان ٽالپر جي فوج جو ڪاروبار خيرپور جي ٻين ميرن کان جدا هوندو هو. سندس فوج کي 'زرطلب' ڪري سڏيو ويندو هو. مير علي مراد جي فوج جا سمورا ماڻهو هندستان، ڪابل، پنجاب ۽ پشاور جا هئا، جن مان هر هڪ دستي کي 'روهلين يا پٺاڻن' جو دستو سڏيندا هئا. انهن دستن مان هڪ دستي جو سپهه سالار 'حافظ حڪومت خان' هو. حافظ حڪومت خان اصل ۾ ملتان جو رهاڪو هو. هيءُ ملتان جي حاڪمن کان ناراض ٿي بهاولپور آيو، پر اتي به قدر نه ڏسي سڌو خيرپور هليو آيو. جتي هن جي بهادري ۽ ايمانداري ڏسي مير علي مراد هن جي سرپرستي ڪئي ۽ کيس پنهنجي فوج جي هڪ دستي جو جنرل مقرر ڪيو. حافظ حڪومت خانبهادري ۽ جنگي مهارت رکڻ سان گڏ قرآن پاڪ جو حافظ هو. مير صاحب جو مٿس مڪمل اعتماد هوندو هو. مير علي مراد ڪيڏانهن به ويندو هو ته حافظ حڪومت جي دستي سان گڏ نڪرندو هو.

**حافظ حيات شاهه:** انگريزن جي دور جو شاعر حافظ حيات شاهه 1875ع ڌاري ڄائو. هن جو تعلق ضلعي جهنگ (پنجاب) جي هڪ ڳوٺ سان هو. سندس والد جو نالو سيد مير عالم شاهه هو. پنهنجي ماسات سلطان بيگم سان مڱڻو ٿيل هئس، پر ان جي شادي ٻئي هنڌ ٿي وئي. انهيءَ ڏک ۾ جلندو پڄندو رهيو ۽ اکين جي روشني ضايع ٿي ويس. حيدرآباد، سنڌ ۾ اچي مستقل سڪونت اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجي درد ڀري داستان کي منظوم لکيائين. جيڪو 'سلطان بيگم' 'داستان غم'، 'وڇڙيلن جو ميلو' ۽ 'ديوان حافظ' نالي ڪتابن ۾ موجود آهي. سندس شاعري گهڻي قدر غزلن تي مشتمل آهي، ان کان سواءِ نظم به لکيائين. سندس ديوان به ڇپيل آهي. حافظ حيات شاهه 26 ڊسمبر 1955ع ۾ وفات ڪئي. سندس غزل جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

بنائي قيس کي چريو رلايو ڪنهن؟
ازل جي انگ!
جبل فرهاد کي زوري ٽڪايو ڪنهن؟
ازل جي انگ!
پنهون هو ڪيچ جو سائين! سچي مڪران جو مالڪ،
ڪٽي پنيور جو تنهن کي بنايو ڪنهن؟
ازل جي انگ!
نڌڪو هو نه حافظ، ڪو نه هئي ماني! ڪٽي گهر ۾،
مگر تنهن کي تڙي سنڌ ۾ رلايو ڪنهن؟
ازل جي انگ!

**حافظ رفيق احمد انڙ:** سياسي سماجي اڳواڻ حافظ رفيق احمد انڙ، 11 مارچ 1952ع تي ڳوٺ ابراهيم انڙ تعلقي ٺٽي عاقل ۾ ڄائو. مختلف هنڌن تي تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ سکرنڊ ۾ حڪيم قاضي نور محمد کان حڪمت جي سکيا اچي ورتائين. 1975ع ۾ آرمي ڪاٽن فيڪٽريءَ ۾ ملازمت دوران سندس ٻانهون ڪٽجي ويون، ان جي باوجود همٿ نه هاريندي، سنڌ هاري ڪاميٽي توڙي سنڌ ساگر پارٽيءَ ۾ سرگرم ڪردار ادا ڪيائين. 1984ع ۾ جمعيت العلماء سنڌ ۾ شامل ٿيو اڄڪلهه جي. يو آءِ سنڌ جو جنرل سيڪريٽري آهي. 1988ع ۾ جمعيت العلماء جي ٽڪيٽ تي پني عاقل مان صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊ وڙهيو. سنڌ قومي اتحاد جو به سرگرم اڳواڻ ٿي رهيو آهي. 1989ع ڌاري 'سنڌ امن ڪائونسل' جي پليٽفارم تان 'امن ڪانفرنس' منعقد ڪيائين، ان تنظيم جو وائيس چيئرمين به رهيو. علمي ادبي حلقي سان ويجهڙائي رکندڙ حافظ رفيق احمد انڙ، معذوريءَ باوجود سنڌ دوست هلچل ۾ سدائين متحرڪ رهيو آهي.

**حافظ رشيد، خوشنويس:** حافظ رشيد خوشنويس، ڄام نظام الدين ۽ ڄام فيروز جي ڏينهن ۾ خوشنويسيءَ جي مهارت جو علمبردار هو ۽ وڏن عالمن ۽ مشهور ماڻهن ۾ سندس شمار ٿيندو هو. جڏهن شاهه بيگ ارغون گذاري ويو ته ڄام فيروز تمام خوش ٿيو ۽ فاتح خوانيءَ کي نظرانداز ڪندي تعبيداريءَ کان منهن موڙيائين. جڏهن شاهه حسن ارغون کي اها خبر پئي، تڏهن هن ڄام فيروز کي سيڪٽ ڏيڻ جو پڪو ارادو ڪيو. اها خبر جڏهن ڄام فيروز کي پهتي تڏهن حافظ رشيد خوشنويس ۽ قاضي قاضن کي سوکڙين سميت شاهه حسن وٽ موڪليائين، پر ڳجهه ڳوهه ۾ جنگ جي تياري ڪرڻ لڳو. شاهه حسن کي جڏهن اها خبر پئي تڏهن ان هڪدم ڄام فيروز تي حملو ڪري ڏنو جنهن ۾ شاهه حسن کي فتح حاصل ٿي. شاهه حسن ارغون حافظ رشيد جي تمام گهڻي عزت ڪندو هو ۽ آخر تائين کيس پاڻ وٽ رکيائين. (مير علي شير قانع: تحفة الڪرام)

**حافظ شاهه 'ناطق' حسيني:** سيد حافظ شاهه 'ناطق' حسيني سنڌ جي تاريخي شهر ٽکڙ ۾ 26 فيبروري 1926ع تي جنم ورتو. علمي ماحول سبب ننڍپڻ کان ئي سندس لاڙو شعر ۽ ادب ڏانهن هو. 1954ع ڌاري حيدرآباد اچي مئٽرڪ پاس ڪيائين. ڊي. جي سنڌ نيشنل ڪاليج حيدرآباد مان انٽر ڪري 1950ع ۾ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان وڪالت پاس ڪيائين. حافظ شاهه 'ناطق' مضمون نويسي ۽ افسانه نگاريءَ ۾ به چڱو جوهر ڏيکاريو. سندس لکيل ڪتابن ۾: (1) 'تباهي'، (2) 'داستان غم'، (3) 'ڏوهاري ڪير' (1958ع)، (4) 'عورت' (1956ع) ۽ (5) 'چلولي' شامل آهن. اداري سنڌي ادب ٽنڊي محمد خان جو 15 سال صدر رهيو. سندس شاعريءَ جو دامن غزل جي رنگينيءَ ۽ پختگيءَ سان ڀريل آهي.

**حافظ شفيع محمد محمدي:** حافظ شفيع محمد نقشبندي، پهرين نومبر 1935ع تي ڳوٺ دادلوءِ، تعلقي ٺٽي عاقل ۾ جنم ورتو. سندس والد استاد محمد عارب، ته جو مشهور پرائمري استاد هو. هن کي سندس والد قرآن پاڪ حفظ ڪرڻ لاءِ مدرسه عثمانيه سکر ۾ 1951ع ۾ حافظ نور محمد اعوان وٽ ويهاريو، جتي هن هڪ سال اندر قرآن پاڪ حفظ ڪيو. مدرسي عثمانيه سکر مان قرآن پاڪ حفظ ڪري واپس ڳوٺ اچي 1953ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪيائين. 1954ع ۾ تعليم کاتي ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. 1993ع ۾ هيڊماستريءَ تان رٽائر ڪيائين. هيءُ 1952ع کان وفات تائين (2005ع) تائين ڳوٺ جي جامع مسجد ۾ امامت ڪرڻ سميت، رمضان شريف ۾ تراويحون پڙهائيندو هو. مسجد شريف جي ڀرسان هڪ مدرسو 'مجدديه نقشبنديه' قائم ڪيائين.



جتي قرآن پاڪ ناظره ۽ حفظ جي تعليم ڏيندو هو. جامع مسجد جي خدمت سندس زندگي جو نصب العين هو. اڪثر وقت مدرسي ۽ مسجد شريف ۾ گذاريندو هو. قرآن پاڪ جي تعليم بہ في سبيل الله ڏيندو هو. ڪنهن جو نڪاح پڙهائيئين تہ بہ دُعا گهري هٿين خالي واپس ايندو هو. مهمان جي خدمت پاڻ ڪندو هو. پنهنجي ماستريءَ جي پگهار تي گذرسفر ڪيائين. هيءُ نهايت ڪل مک، نرم مزاج ۽ طبيعت ۾ سادو انسان هو. پاڻ پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ پيرو حج ۽ 2 عمره ادا ڪيائين.

هن 2 محرم الحرام سن 1426هه/ 12 فيبروري 2005ع تي وفات ڪئي.

**حافظ شيرازي:** حافظ شيرازيءَ جو اصل نالو شمس الدين محمد هو. فارسيءَ جي هن مشهور غزل گو شاعر، 1320ع تي شيراز ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ ۾ قرآن مجيد حفظ ڪيائين. عربي زبان ۽ ادب جو چڱو مطالعو ڪيائين. تعليم کان فارغ ٿي معلم جو پيشو اختيار ڪيائين. ابتدا ۾ هڪ مدرسي ۾ تفسير، قرآن جو معلم ٿيو. روايت آهي تہ پڙهائيءَ دوران هو پنهنجي گهروارن جي پيٽ پالڻ لاءِ رات جي وقت هڪ بيڪريءَ ۾ ڪم ڪندو هو ۽ ڏينهن جو پڙهندو هو. فارس تي عربن جي حڪمرانيءَ جي ڪري، منگولن بار بار فارس تي وحشياڻا حملا ڪيا. حافظ ٽيهن سالن جي عمر ۾ درباري شاعر بڻجي ويو. دربار مان ملندڙ نذرانو ئي



هن لاءِ زندگي گذارڻ جو اڪيلو ذريعو هو. حافظ شيرازي جلال الدين شاھ شجاع جو منظور نظر بڻيو. جنهن هن کي شيراز جي هڪ مدرسي ۾ ديني علمن جو استاد مقرر ڪيو. تصوف هن جي زندگيءَ تي گهرو اثر ڇڏيو ۽ ان دوران هن شيخ محمد عطار جو خوب مطالعو ڪيو. حافظ شيرازي بابت پير حسام الدين راشدي 'مڪلي نامي' ۾ لکي ٿو تہ: "پير محمد حسين شيرازي عرف پير مراد جو ڏاڏو سيد محمد، سلطان مبارز الدين جي دوَر ۾ شيراز کان سنڌ ۾ اچڻ لاءِ روانو ٿيو ۽ هن سان گڏ حافظ شيرازي پڻ سنڌ لاءِ روانو ٿيو. اهي ٻئي قنڌار تائين گڏجي آيا، سيد تہ پنهنجو سفر جاري رکيو پر حافظ شيرازي واپس موٽي هليو ويو."

حافظ کي غزل گوئيءَ ۾ حد درجي جو ڪمال حاصل هو. آخري عمر ۾ هن پنهنجا غزل ديوان جي صورت ۾ مرتب ڪيا، جن ۾ ڪجھ قصيدا ۽ ننڍا نظم شامل ڪري 1379ع ۾ ديوان مڪمل ڪيائين. هرمز جي والي توران شاھ ڪليءَ دل سان حافظ جي قدرداني ڪئي. مظفري خاندان جي حڪمران محمد شاھ 'اوّل' جي دور ۾ حافظ کي بادشاھ پاران بغداد ۾ اچڻ جي دعوت ڏني وئي، جيڪا هن قبول نہ ڪئي ۽ پنهنجي شهر شيراز ۾ رهڻ کي ترجيح ڏنائين. جنهن جي باغن ۽ پنهنجي محبوب جي سونهن جي ساراھ هن پنهنجي غزلن ۾ خوب ڪئي آهي. حافظ جي شاعري شاھ شجاع جي دوَر ۾ پنهنجي عروج تي هئي. شاھ شجاع 1394ع ۾ وفات ڪئي. حافظ سندس مدح ۾ ڪيترائي قصيدا لکيا.

حافظ شيرازي ايران جي غزل گو شاعرن ۾ نهايت اعليٰ مقام رکي ٿو. هو عشق جي واردات محتاط انداز ۾ بيان ڪندي عريانيءَ کان پرهيز ڪندو هو. هن جو شمار دنيا جي وڏن صوفي شاعرن ۾ ٿئي ٿو. ڪيس 'لسان الغيب' جي لقب سان بہ ياد ڪيو وڃي ٿو. سندس ڪلام ۾ وڏي رواني آهي. اردوءَ جي شاعر فيض احمد فيض جي شاعريءَ تي حافظ جي شاعريءَ جو وڏو اثر رهيو آهي. حافظ شريعت جي سخت گيريءَ جي دوَر ۾ لکيو هو:

فاش مي گويم و از گفتہ خود دلشادم،
بندهء عشقم و از هر دو جهان آزادم.

**ترجمو:** (مان کليو ڳالهائي رهيو آهيان ۽ جيڪي چوان ٿو انهيءَ تي خوش آهيان، مان عشق جو بندو آهيان ۽ ٻنهي جهانن کان آزاد آهيان.)

حافظ شيرازي جي ڪلام ۾ اهڙو تہ خدائي جذبو موجود آهي، جيڪو ايندڙ حالتن بابت پڻ خبر ڏئي ٿو. حافظ پاڻ هڪ شعر ۾ اعتراف ڪيو آهي تہ تصوف جو ادراڪ ڪيس چاليهن سالن جي عمر ۾ حاصل ٿيو:

ڪہ اي صوفي شراب آنگہ يود صاف،
ڪہ در شيشہ بماندار بعيني.

انگريزيءَ ۾ حافظ کي ترجمو ڪندڙ پيٽر ايوري ۽ جان هيٿ سٽنبر لکيو آهي تہ: يونانين وانگر فارسين لاءِ بہ الاهي حسن جو دنياوي اظهار خوبصورت جوانيءَ جي صورت ۾ ٿيندو آهي. جيتوڻيڪ حافظ جي غزلن کي الاهي حسن جي تشبيهن طور پڙهي سگهجي ٿو پر اهي واضح طور مجاز جي موضوع تي آهن. هن جي هڪ جڳ مشهور شعر جو ترجمو آهي تہ: "بهشت جو باغ بہ خوشگوار هوندو، پر بيدمشڪن جي ڇانوَ ۽ هنين جي



حافظ شيرازيءَ جي مزار (شيراز، ايران)

ساوڪ کي بہ متان وساريو." عقيدت پرستن تي ڪلي تنقيد ڪانهوءَ حافظ جي سرپرست شاھ شجاع مذهبي ماڻهن جي زور پرڻ تي ڪيس جلاوطن ڪيو، پر پوءِ حافظ کي دربار ۾ پنهنجي اڳوڻي حيثيت واپس ڏني وئي. وچولي عمر ۾ سندس شاعري هندستان ۽ عرب جي سرزمين تائين ڦهلي. حافظ کي ايران ۾ اڄ بہ وڏي احترام جي نگاھ سان ڏٺو وڃي ٿو ۽ اڄ بہ فارس جا ماڻهو پنهنجي روزمرھ جي ڳالھ ٻولھ ۾ حافظ جا حوالا ڏين ٿا.

'ديوان حافظ' صدين کان فال نامي طور پڻ استعمال ٿيندو اچي، تيموري بادشاھ پنهنجي سيني مهمن ۾ ديوان حافظ کان رهنمائي وٺندا هئا، همايون، بابر، اڪبر، جهانگير ۽ عالمگير اڪثر هي فالنامو استعمال ڪندا هئا.

همايون بادشاھ جڏهن ايراني فوج وٺي هند تي حملي جو ارادو ڪيو تہ

’ديوان حافظ‘ جي فالنامي مان هي شعر آيو.

عزيز مصر برغم برادران غيور،

زقعره چاه برآمد به اوج ماه رسيد.

(مصر جو عزيز، حاسد ڀائرن جي ذلت سان ڳڻ کوهه جي گهرائي مان نڪري آيو ۽ چنڊ جي بلندي تي پهچي ويو) ۽ همايون هن حملي ۾ سڀ ڀائرن کي شڪست ڏئي هندستان جو بادشاهه ٿيو. ’ديوان حافظ‘ مان فال ڪڍڻ لاءِ قديم دؤر کان ڪجهه مقرر ڪيل جدولون ٺهيل آهن جن مان مختلف طريقن سان فال ڪڍي سگهجي ٿي، جدولن مان حرف چونڊڻ کانپوءِ جڏهن اهي ملائبا آهن ته ڪا نه ڪا غزل جي مصرع ٺهيو وڃي ۽ انهي شعر کي جواب تسليم ڪيو وڃي ٿو ٽالپر حاڪمن مان مير ڪرم علي خان جي هڪ قلمي بياض ۾ پڻ ’فالنامه ديوان حافظ‘ جي عنوان سان هڪ تفصيلي باب تحرير آهي، انهي کانسواءِ ميرزا قاسم علي بيگ پڻ پنهنجي مرثين جي بياض ۾ هن فالنامي کي وڌيڪ آسان ڪري تفصيلي قلمبند ڪيو آهي.

حافظ جي مقبوليت جي ڪري سندس ڪلام ۾ ڪيترو ئي ڪلام به شامل ٿي ويل ڇپيو وڃي ٿو ’ديوان حافظ‘ ۾ سندس 500 کان وڌيڪ غزل شامل آهن. هن جي ٻولي سادي ۽ دل کي ڇهندڙ آهي. حافظ جي شاعريءَ جو پهريون انگريزي ترجمو 1891ع ۾ ٿيو سنڌيءَ ۾ حافظ جي چونڊ ڪلام جو سنڌي ترجمو سنڌي ٻوليءَ جي عالم محمد يعقوب نياز ”ديوان حافظ“ نالي سان ڪيو آهي، جنهن ۾ سائنسته نثر ۾ حافظ جي ڪلام جو انتهائي وڻندڙ، زيبائتو ترجمو ڪيو ويو آهي. جنهن کانپوءِ ڪيس عالمي سطح تي تمام گهڻي مقبوليت ملي. حافظ شيرازي 791هه/1389ع ڌاري ايران جي شهر شيراز ۾ وفات ڪئي.

**حافظ عبدالرحيم:** حافظ عبدالرحيم ناليوارو ڪاتب ٿي گذريو آهي. هيءُ ٺٽي جي معزز ڪاتب حافظ محمد رشيد صديقيءَ جو پٽ هو. هن جي زندگيءَ جو تفصيلي احوال نه ٿو ملي. سندس خطاطيءَ جي نمونن تي صحيح مان پتو پوي ٿو ته هو 961هه/1553ع ۾ مرزا عيسيٰ ترخان جي ڏينهن ۾ به حيات هو. ڪاشيءَ جي سرن تي سندس هڪ لکت ملي آهي، جيتوڻيڪ ان تي ڪابه تاريخ لکيل ڪانه آهي، پر عام حالتن جي شاهديءَ جي بنياد تي چئي سگهجي ٿو ته هيءَ لکت اڳ جي آهي. تحرير جي طرز مان معلوم ٿئي ٿو ته هو خطاطيءَ جي فن ۾ وڏو ماهر هو. ثلث ۽ نسخ جي خط تي ڪيس پورو ضابطو هو.

**حافظ عبدالرزاق مهراڻ سڪندري:** حافظ عبدالرزاق ولد عبدالمطلب



مهراڻ، 1962ع ڌاري ڳوٺ واوڙي، تعلقي چاڇري، ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڄائو. پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪيائين، هيءُ قرآن شريف جو حافظ آهي. ننڍي هوندي مال چارڻ ۽ محنت مزدوريءَ جو ڪم ڪيائين. 1984ع ڌاري ضلعي سانگهڙ ۾ مدرسي ’صبغة الاسلام‘ ۾ داخل ٿيو جتان عربي ۽ فارسي سکي ستن سالن ۾ درس نظامي مڪمل ڪرڻ بعد فيبروري 1990ع ۾ ’جامعه راشديه‘ پير جي ڳوٺ ۾ دستاربند ٿيو. هن مولوي، فاضل عربي فرسٽ ڪلاس ۾ ڪرڻ سميت 1989ع ۾ شهادة العاليه ( بي. اي عربي) ۾ پاڪستان سطح تي پهرين پوزيشن حاصل ڪئي، جنهن تي مدرسه ضيا العلوم راولپنڊيءَ طرفان ڪيس انعام به مليو. ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر) سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان ڪيائين. سندس مضمون ۽ مقالا نه ماهي مهراڻ، ماهوار الراشد، الهديٰ، السنڌ ۽ ضياءِ حرم (اردو) رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن.

سندس تصنيف ڪيل ڪتابن ۾: (1) افهام القاري شرح صحيح البخاري (جلد اول)، (2) دُرالفتاويٰ (جلد اول- مفتي در محمد سڪندريءَ جون فتوائون، تحقيق ۽ مقدمو)، (3) ديوان سعيد (فارسي جو سنڌي ترجمو ۽ تحقيق)، (4) مهراڻ منير شرح مير (عربي گرامر، (5) ڪشف الدين عن مسئلة رفع اليدين، (6) نسيم الڪاظمة القصيدة الهاشمية، (7) فصل الخطاب في ارشاد المعزيٰ والمصاب، (8) لڪياريءَ جا لال، (9) مهراڻ جا موتي (حصو اول)، (10) مهراڻ جا موتي (حصو ٻيو)، (11) معراج المومنين، (12) ميٺي انگ اڳيون، رواي ٻيو لکن (ناسخ ۽ منسوخ جو بحث)، (13) مظهر العقائد، (14) علم غيب، (15) نيون نيون ڳالهيون، (16) دقائق الاخبار (ترجمو)، (17) احڪام قرباني (اردو)، (18) احڪام و تاريخ قرباني (اردو)، (19) پيرانِ پگاره (اردو) شامل آهن.

حافظ صاحب اداري ’مڪتبه حزب الاحناف‘ سانگهڙ جو باني آهي ۽ سندس نگرانيءَ هيٺ هڪ مدرسو هلي رهيو آهي جنهن ۾ ڪيترائي شاگرد ديني تعليم حاصل ڪري رهيا آهن.

**حافظ عبدالستار ڪوريجو:** حافظ عبدالستار ولد نظام الدين ڪوريجو، 8 ڊسمبر 1958ع تي ڳوٺ ڪوريجا، تعلقي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾



ڄائو. پرائمري اباڻي ڳوٺ مان پڙهڻ بعد لاڙڪاڻي جي مدرسي عربيه اشاعت القرآن ۾ پڙهيو ۽ ٻن سالن ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪيائين. مئٽرڪ، انٽر بعد بي ڪام 1986ع ۾ آرٽس اينڊ ڪامرس ڪاليج لاڙڪاڻي مان ۽ ايم. اي (اڪنامڪس: 1989ع)، ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر) ۽ ايم. اي (سنڌي ادب) ڪيائين هن 1989ع ۾ بي. ايڊ ۽ 1994ع ۾ ايم. ايڊ گورنمينٽ ايجوڪيشن ڪاليج سکر مان ڪئي. هيءُ 15 مارچ 1983ع تي پرائمري استاد ۽ بعد ۾ هاءِ اسڪول جو استاد مقرر ٿيو. هن لکڻ جي شروعات 86-1985ع ڌاري ڪئي. سندس ڪتاب: (1) رني ڪوٽ يا راني ڪوٽ 2007ع (2) تاريخ سنڌ ساگر (2009ع) ڇپيل آهن. ڪيس ڪلهوڙا عباسي تنظيم طرفان چوٿون تنوير عباسي ادبي اوارڊ (2005ع) ۽ ٽيچر اوارڊ به مليل آهي. سندس مستقل رهائش لاڙڪاڻي ۾ آهي.

**حافظ عبدالڪريم ڀوڄ:** خاڪسار تحريڪ جو اڳواڻ ۽ اداڪار حافظ عبدالڪريم ولد عبدالله ڀوڄ 1913ع ڌاري لاڙڪاڻي ۾ ڄائو ننڍپڻ ۾ قرآن شريف حفظ ڪيائين. 1933ع واري خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ وقت

ميمبر شپ فارم پنهنجي رت سان پريائين. خاڪسار تحريڪ جي اڳواڻ عنايت الله مشرقيءَ جي قيادت ۾ لاڙڪاڻي شهر جو ’سالار‘ مقرر ٿيو



خاڪسار تحريڪ جي گڏجاڻين جي سلسلي ۾ لکنئو دهلي، ملتان، لاهور ۾ وڃي لکن جي تعداد ۾ شريڪ ماڻهن کي خطاب ڪيائين. هن پنهنجي سموري عمر عوام جي خدمت ڪندي گذاري. لاڙڪاڻي شهر ۾ ڪو بہ ڪيس هٿ ايندو هو تہ حافظ عبدالڪريم ہار کي سائيڪل تي ويهاري سڄي شهر جي رستن ۽ گهٽين ۾ گهمائي مالڪن کي ڳولي ہار پهچائيندو هو 1933ع کان 1980ع تائين شهر جي لاوارث لاشن کي غسل ۽ ڪفن ڏيئي دفنائيندو هو 1942ع ۾ سنڌ اندر آيل ٻوڏ دوران حافظ عبدالڪريم هڪ ٻيڙي حاصل ڪري ڪيترن ئي ٻوڏ ۾ ڦاٿل ماڻهن کي بچائي ۽ سامان سميت درياهہ جي ڪناري خاڪسار تحريڪ پاران قائم ڪيل ڪئمپ ۾ پهچايو حافظ عبدالڪريم جي سرپرستيءَ ۾ سوين شاگرد حافظ قرآن ٿيا. هن آغا حشر ڪاشميري ۽ ماستر رحمت علي رحمت جي ڪيترن ئي ڊرامن ۾ ’هيرو‘ جو ڪردار ادا ڪيو. جن ۾: ’نيڪ پروين‘، ’ليليٰ مجنون‘، ’ڦولن ڪي هٿڪڙي‘، ’رستم سهراب‘، ’اورنگزيب‘، ’ڪشمش‘، ’مينا زهر‘ ۽ ’ڪشمير ڪي ڪلي‘ ڊراما شامل آهن. حافظ عبدالڪريم لاڙڪاڻي اميچوئر ڊراماٽڪ سوسائٽيءَ جو نائب صدر بہ رهيو. هن ڊراما سوسائٽيءَ سنڌ ۾ ڊرامي جي واڌاري لاءِ وڏو ڪم ڪيو. ڪيس سياسي، سماجي خدمتن جي مڃتا طور ڪيترا دفعا لاڙڪاڻي ميونسپالٽيءَ جو ڪائونسلر بہ چونڊيو ويو.

هن مارچ 1984ع ۾ 71 سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي. سنڌس آخري آرام گاهہ ’ابوبڪر‘ قبرستان ۾ آهي.

**حافظ عبدالله حامدي:** مشهور ديني عالم حافظ عبدالله، ضلعي ٺٽي جي شهر دڙي پرسان ہيلي ڳوٺ ۾ 19 نومبر 1914ع تي ڄائو ڇهن سالن جو ٿيو تہ سندس والد ميان حامد الله ڪيس قرآن شريف پڙهائڻ شروع ڪيو. 11 سيپارا ياد ڪرڻ بعد استاد حافظ محمد اسماعيل ڪيس قرآن شريف پڙهائڻ لڳو ۽ هن 9 سالن جي ننڍي ڄمار ۾ ڪيس مڪمل قرآن شريف حفظ ڪرايو. حافظ ٿيڻ بعد عبدالله حامديءَ لاءِ ٻہ تقريبون منعقد ٿيون جن مان هڪ ڦٽوڻ لڳ گولاڙچيءَ ۾ ۽ ٻي تقريب ميرپوربٺوري لڳ جوڻيجا ڳوٺ ۾ ٿي. هنن تقريبن ۾ سڄيءَ سنڌ مان 300 جيد ديني عالم شريڪ ٿيا. ان بعد حافظ عبدالله وڌيڪ ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ سڄاول جي مدرسي ۾ داخل ٿيو جتي قابل استادن مولوي فتح علي، مولوي محمد اڪرم ۽ مولوي سيد محمد نور شاهہ ملتان واري کان ديني تعليم حاصل ڪيائين. ان کانسواءِ شادي پليءَ ۾ مولانا محمد عثمان ڀنيري وٽ ديني علم جا ڪيترا ڪتاب مڪمل ڪري دستار فضيلت حاصل ڪيائين. ديني تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ 1931ع ڌاري پنهنجي ڳوٺ ہيلي ۾ مدرسو قائم ڪري ديني تعليم ڏيڻ شروع ڪيائين.

حافظ عبدالله ان کانپوءِ بدين ويجهو لڏائيءَ ۾ مدرسو کوليو جتان ڪافي شاگردن ديني تعليم حاصل ڪئي. بدين ۽ ٺٽي ضلعن جي مدرسن ۽ مسجدن ۾ ديني خدمتون سرانجام ڏنائين. 1974ع ڌاري حج جي سعادت حاصل ڪيائين. مولانا عبدالرحمان پسيو، مولوي عزيز الرحمان سڪندري حضرت مولانا حاجي احمد ملاح، مولانا محمد سعيد گوپانگ ۽ ٻيا ڪافي عالم دين، حافظ عبدالله جا همعصر هئا. هن لاڙ ۾ نقشبندي سلسلي کي پکيڙيو. هن 12 جمادي الاول 1409هہ/ 7 جنوري 1988ع تي وفات ڪئي.

**حافظ علي محمد آخوند:** عالم ۽ اديب آخوند علي محمد ولد آخوند حاجي محمد قاسم 28 جنوري 1865ع تي شهر هالا ۾ جنم ورتو سندس والد وڏو عالم هو. هن قرآن شريف، عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪئي ۽ قرآن شريف حفظ ڪيو. ان کان سواءِ ٻين عالمن کان بہ حديث جي ڄاڻ حاصل ڪيائين. والد جي وفات کان پوءِ گهڻو عرصو ديني تعليم ڏنائين. ڪيس ننڍپڻ کان ئي ادب سان گهڻي دلچسپي هوندي هئي. ڪجهہ قدر شاعري پڻ ڪيائين. هالا جي مخدوم خاندان سان سياسي، سماجي، علمي ۽ ادبي وابستگي ۽ دوستاڻا تعلقات هئا. هن سروري خاندان، سروري جماعت ۽ سروري تعلقدارن جي احوال تي مبني ڪتاب ’گنجينهٔ اسرار سروريہ‘ جي نالي سان مرتب ڪيو.

حافظ علي محمد آخوند، 29 مئي 1931ع تي وفات ڪئي. ڪيس هالا ۾ دفن ڪيو ويو.

**حافظ قاضي لعل محمد متعلوي:** سنڌ جي مشهور بزرگ، ديني عالم قاضي حافظ حاجي قاضي لعل محمد متعلويءَ جو جنم 29 شوال 1274هہ مطابق 24 جون 1858ع ڌاري مٽياريءَ ۾ ٿيو سندس حسب نسب جو سلسلو مخدوم گينده متعلويءَ سان وڃي ملي ٿو جيڪو هندستان مان مٽيارين ۾ اچي آباد ٿيو هن ان وقت جي مشهور محدث ۽ فقيهہ حافظ حاجي مولوي ميان عبدالوليءَ وٽ ستن مهينن ۾ قرآن شريف حفظ ڪيو. ديني علم کانسواءِ سنڌي فائنل بہ پاس ڪيائين. تعليم پرائڻ کان پوءِ هن پنهنجي شهر مٽياريءَ ۾ هڪ مدرسو قائم ڪيو جنهن مان 1700 کن عالم فارغ التحصيل ٿي نڪتا. ان کان سواءِ ميهڙ واري پير احمد شاهہ، ٽنڊي غلام علي جي مير حاجي محمد بخش ۽ مير بنده علي جي والد بزرگوار مير محمد حسن بہ علمن جي تحصيل قاضي لعل محمد متعلويءَ وٽ ڪئي.

هن جي علم ۽ فضل جي مقبوليت پاڪستان کان سواءِ ٻاهرين ملڪن ۾ بہ هئي. سنڌ جون ڪورٽون ڪيسن جي سلسلي ۾ هن کان فتوائون وٺي، اڪثر ان جي بنياد تي حڪم جاري ڪنديون هيون. هن مٽياريءَ جي مدرسي ۾ تعليم ڏيڻ کانپوءِ ٽنڊي غلام عليءَ ۾ وڃي پنهنجو مدرسو کوليو، جتان ڪيترائي طالب علم حاصل ڪندا رهيا. 13 صدي هجريءَ ۾ حج ڪرڻ کانپوءِ مڪي شريف جي هڪ مدرسي ۾ پڙهائيندو رهيو ۽ هڪ ورهيہ تائين اعزازي طور حديث جو استاد بہ ٿي رهيو اتي سرهندي خاندان جي مشهور بزرگ حضرت پير آغا عبدالرحمان جان وٽ نقشبندي طريقي ۾ بيعت ڪيائين. سندس شاگردن ۽ ڪتابين جو حلقو تمام گهڻو وسيع هو هن جي مشهور شاگردن ۾ پير آقا محمد عمر خان سرهندي، آخوند حاجي خير محمد متعلوي، سيد حاجي شاهہ متعلوي، مخدوم ابوبڪر متعلوي، مولوي محمد معروف متعلوي، مولوي ميان احمد نصرپوري، مولوي محمد عثمان ڀنيرو ڦراني،

مولوي عبدالله احمداڻي، فقير نصير محمد خان منڊواڻي (ٽنڊوالهيار) ۽ مولوي احمد شاهه ميهڙ وارو قابل ذڪر آهن. هيءَ فتويٰ نويسيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هن جون هٿ اکر لکيل فتوائون 7680 آهن. جيڪي سندس حياتيءَ ۾ سندس مڪتب ۾ موجود هيون پر اهي هاڻي اڻلڀ آهن. هنن فتوائن مان رڳو 83 فتوائون مليون آهن. جيڪي مولوي محمد معروف سهيڙيون آهن. جيڪي سندس ڪتب خاني ۾ موجود آهن هن جو هڪ ڪتاب 'نور العيفين في افضليت الشيخين' به لکيل آهي. هي ڪتاب مولوي محمد معروف جي ذاتي ڪتب خاني ۾ قلمي صورت ۾ موجود آهي. قاضي لعل محمد پنهنجي سڄي حياتي شرعي مسئلن سکڻ سيکارڻ ۽ دين جي خدمت ڪندي گذاري.

سنڌ جو هيءُ بزرگ 10 ذوالحج 1355هه مطابق 16 مارچ 1936ع تي وفات ڪري ويو.

**حافظ محمد** [1]: پارت جي مشهور ديني عالم ۽ ليکڪ حافظ محمد ولد حافظ بارڪ الله جو جنم 1815ع ڌاري فيروزپور، پارت ۾ ٿيو. هيءُ قرآن مجيد جو حافظ هو. هن حديث جي تعليم سهارنپور جي مولانا شاهه عبدالغني، مهاجر مدني ۽ مولانا احمد علي سهارنپوريءَ کان حاصل ڪئي. کيس عربي، فارسي، فقهه، تفسير ۽ صرف و نحو تي مڪمل عبور حاصل هو. عملي زندگي ۾ درس ۽ تدريس سان لاڳاپيل رهيو. هن جا ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن. 'احوال ال آخرت' سندس لکيل اهم ڪتاب آهي، جنهن کان مولانا عبيدالله سنڌي متاثر ٿي اسلام قبول ڪيو هو. ان کان سواءِ سندس اهم تصنيف 'تفسير محمدي' آهي، جيڪو پنجابي ٻوليءَ ۾ آهي.

ان کان سواءِ سندس هيٺيان ڪتاب لکيل آهن: (1) 'مجاهد الاسلام'، (2) 'انواع محمدي' (بلوغ المرام جو ترجمو)، (3) 'زينت السلام'، (4) 'قوانين صرف'، (5) 'ابواب الصرف'، (6) 'نوحه نامه'، (7) 'سيف النسته' ۽ (8) 'عقائد محمدي'. هن بزرگ 1894ع ڌاري وفات ڪئي.

**حافظ محمد** [2]: حافظ محمد ولد حافظ محمد ابراهيم ميمڻ جو تعلق مٽياري شهر سان هو. هن پنهنجي پيءُ جي وفات بعد ان جي قائم ڪيل مدرسي کي 1918ع کان سنڀالڻ شروع ڪيو. ان دؤر ۾ انگريزن سنڌ جي ڪافي مدرسن کي سرڪاري تحويل ۾ ورتي، انهن ۾ 'ملا مڪتب' جي نالي سان سرشتو لاڳو ڪيو. ملا مڪتب جو نظام هلائيندڙ کي هيڊ ماستر بدران مئنيجر چيو ويندو هو. اهڙيءَ طرح حافظ محمد پنهنجي اسڪول جو مئنيجر مقرر ٿيو. ٻارن جي بهتر تعليم ۽ تربيت لاءِ هميشه ڪوشان رهيو. حافظ محمد جي انهيءَ جذبي ۽ اڻ ٿڪ محنت سبب سندس شاگرد کيس 'سائين وڏو' سڏيندا هئا. حافظ محمد، 1918ع کان وٺي 1972ع تائين زندگيءَ جا 54 سال علم جي خدمت ۾ گذاريا. 95 سالن جي ڄمار ۾ 14 مارچ 1989ع تي وفات ڪيائين.

**حافظ محمد ابراهيم، مولانا**: سنڌ جي نامياري مدرس، عالم ۽ ليکڪ مولانا حافظ محمد ابراهيم جو جنم 1307هه/1889ع ۾ ڳڙهي ياسين ۾ ٿيو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي والد مولانا محمد قاسم وٽان حاصل ڪئي. سندس مدرسي مان فارغ التحصيل شاگردن ۾ مولوي يار محمد چنا، مولوي صدر الدين صحبت پوري، مولوي خليل الرحمٰن جوڻپوري، مفتي محمد علي جيڪب آباد وارو، مولوي جان محمد شڪارپوري، حافظ خير محمد اوحدي، مولوي عبدالعزيز ڏيپائي ۽ حافظ محمد موسيٰ الياسي قابل ذڪر آهن.

سندس تصنيفن ۾: (1) 'قرآن پاڪ جي ڪن سيپارن جو ترجمو' (تفسير سان گڏ)، (2) 'ديوان فارسي'، (3) 'مشڪواة شريف' (ترجمو: ربيع الاول)، (4) 'رسالو ازالة الاستياب' (فارسي)، (5) 'رسالو حڪم' (فوٽوگرافي عربي)، (6) 'قوت ايمان' (سنڌي)، (7) 'مناسڪ حج' (سنڌي)، (8) 'رسالو جماعت ثانيه' (فارسي)، (9) 'لباس النبي' (سنڌي)، (10) 'تعليم المسلمين' (سنڌي)، (11) 'آداب رسول الله' (منظوم فارسي)، (12) 'ماموريدان' (منظوم فارسي) ۽ (13) 'هدايت العباد فيمايتعلق بالضاد' قابلِ ذڪر آهن.

**'حافظ' محمد بخش خاصخيلي**: تعلقي موري جو نامور استاد، شاعر، اديب ۽ سگهڙ محمد بخش ولد سائين بخش خاصخيلي 1932ع ڌاري نوان جتوئي، ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم مسلم اسڪول لونگ ڪوريجي مان ورتي. سنڌي فائنل ٻي پوزيشن سان پاس ڪري استاد مقرر ٿيو. هيءُ ان کان اڳ ۾ ڊي ڪ منشي به رهيو. 1962ع ۾ ايس. وي جو ڪورس ڪيائين ۽ سنڌ ۾ ٻيو نمبر آيو. هن اديب فاضل جو امتحان به پاس ڪيو. تعليم کاتي ۾ 41 سال سروس ڪيائين. سنڌي ٻوليءَ جو شاعر، سگهڙ، اديب، مقرر ۽ استاد هو. هيءُ تعلقي موري ۾ اٽينڊنس اسسٽنٽ به رهيو. 1992ع ۾ نوڪريءَ تان رٽائر ٿيو.



حافظ محمد بخش خاصخيليءَ جي شاعريءَ ۾ مزاحمت جي جهلڪ ڏسڻ ۾ اچي ٿي. حافظ محمد بخش جي سنڌ جي پاڻيءَ واري مسئلي تي مشهور مزاحمتي نظم 'تو سان پاڻيءَ تي پاڻي ٿيندو، پاڻيءَ خاطر پاڻي ٿيندو' ڪافي مقبوليت ماڻي. سندس اهو نظم اڄ به سالن پڄاڻان قومي پروگرامن ۾ پڙهيو وڃي ٿو. حافظ محمد بخش اڪثر قومي پروگرامن ۾ شامل ٿيندو هو. هن ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ رهندي به قومي جدوجهد ۾ پير پوئتي نه رکيو. سندس شاعريءَ جو محور ئي انسانيت رهيو. جيئن چيو اٿائين ته:

ماڻهوءَ کي تو ڪائي ماڻهو
آهي ڪو! سمجهائي ماڻهو؟
پنهنجو ڪيڙي پنهنجو ڪائي،
ڪنهن جو ڪين سڏائي ماڻهو

حافظ محمد بخش خاصخيلي، 25 ڊسمبر 2004ع تي وفات ڪئي.

**حافظ محمد موسيٰ پتو**: ناليوارو ليکڪ حافظ محمد موسيٰ پتو، جندي ديري، ضلعي شڪارپور ۾ ڄائو. هيءُ حافظ قرآن هئڻ سان گڏ عربي ۽ فارسيءَ جي سٺي ڄاڻ رکي ٿو. هن سنڌي توڙي اردو ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا آهن، جن ۾ (1) 'پرينءَ جي پچار' (ٽي حصا)، (2) 'جديد سنڌ ۽ ان جا مسئلا'، (3) 'سنڌ ۾ بي چينيءَ جا اسباب'، (4) 'مٽ نه ٿيا مئيءَ جا' ۽ (5) 'اسلام جو معاشي نظام' شامل آهن. هيءُ 'باب الاسلام پبليڪيشن حيدرآباد' جو صدر رهي چڪو آهي ۽ هن وقت 'سنڌ نيشنل اڪيڊمي ٽرسٽ' جو باني ۽ نگران آهي. ان کان سواءِ سندس ادارت ۾ ماهوار 'بيداري' رسالو هڪ وڏي عرصي کان نڪرندو رهي ٿو، جنهن ۾ هُو پنهنجي مسلڪ جو فڪري پرچار ڪندو رهي ٿو.

**حافظ محمود اسعد هاليجوي:** حافظ محمود اسعد ولد مولانا حماد الله هاليجوي، 1345ھ/ 1924ع ڌاري پني عاقل لڳ ڳوٺ هاليجي شريف ۾ ڄائو. قرآن پاڪ جي تعليم ڳوٺ 'ڪوٽو ڇاڇڙ' جي مدرسي مان حاصل ڪيائين. عربيءَ جي تعليم ڳوٺ حاجي رحمت الله گبول ۾ پڙهڻ بعد قرآن پاڪ جو حفظ ڪيائين.

هيءَ ٺيڙهي، گهوٽڪي، پني عاقل ۾ به ديني تعليم پڙهيو. لوڙهي واري مدرسي مان دستاربندي ٿي. سياسي ميدان ۾ 'جميعت العلماءِ اسلام' جي پليٽ فارم تان 1970ع ۾ چونڊ وڙهي ايم. اين. اي چونڊيو.

حافظ محمود، حضرت حماد الله هاليجويءَ جو ننڍي ۾ ننڍو پٽ هو ۽ والد جي وفات کان پوءِ سجاده نشين ٿيو. 28 اپريل 1990ع تي وفات ڪيائين.

**حافظ مولوي عبدالحميد پنهور:** حافظ مولوي عبدالحميد ولد جان محمد پنهور، سنڌ جي تاريخي شهر اروڙ، سکر ۾ 1951ع ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم اروڙ مان ۽ ديني تعليم ٺيڙهيءَ (ضلعي خيرپور) مان حاصل ڪئي. هن سڄي عمر دين جي خدمت ڪندي گذاري.



مولوي صاحب علمي ۽ ادبي ذوق رکڻ وارو ماڻهو هو. هن ٽي ڪتاب لکيا جن ۾: (1) تحفة الفقيہ (7 جلد)، (2) خوني لڙڪ جا ڳوڙها (هن ڪتاب تي انگريزن بندش وڌي ۽ پريس تي ڇاپو هڻي سمورا ڇپيل ڪتاب ضبط ڪيا) ۽ (3) مروت السنة (حديثن جو ڪتاب) شامل آهن.

مولوي عبدالحميد 1950ع ڌاري شمس آباد پاڙي سکر ۾ هڪ پرائمري اسڪول جو بنياد وڌو ۽ ان جي عمارت ٺهرائي سنڌ سرڪار جي حوالي ڪئي ته جيئن هار علم جي زيور سان آراسته ٿي سگهن. ان ڪانسواءِ انوري مسجد جاگيرائي محلي سکر جي توسيع جو ڪم پڻ ڪرايائين. اروڙ ۾ مولوي صاحب جي ڏاڏي حافظ محمد عارف پنهور جي درگاهه ۽ مدرسو قائم آهي. هن وقت به اتي ڪيترا شاگرد ديني تعليم پرائي رهيا آهن. هن کي پنج پٽ ۽ ٽن نياڻين جو اولاد ٿيو. سندس وڏو پٽ سنڌ جو ناميارو محقق، ڪهاڻيڪار، نقاد، صحافي ۽ دانشور رشيد پنهور (مرحوم) هو.

مولوي صاحب 9 مئي 1975ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه نئين ڳوٺ قبرستان، سکر ۾ آهي.

**حاقہ سورة:** حاقہ سورة قرآن مجيد جي 69 نمبر سورة آهي. جيڪا اسلام جي ابتدائي دؤر ۾ مڪي ۾ نازل ٿي. هن سورة ۾ ٻه رکوع ۽ ٻاونجاهه آيتون آهن. هن سورت جي نالي ۾ اشارو آهي ته الله تعاليٰ هر شيءِ تي قادر آهي، جڏهن ان جو حڪم ٿي وڃي ٿو ته اهو حڪم اٽل هوندو آهي. هن سورة جي پهرئين رکوع جو آغاز هن ڳالهه کان ٿئي ٿو ته قيامت جو اچڻ ۽ آخرت جو برپا ٿيڻ هڪ اهڙي حقيقت آهي، جيڪا ضرور پيش ايندي ۽ جن قومن به آخرت جو انڪار ڪيو، سي خدا جي عذاب جون مستحق هونديون. ٻئي رکوع ۾ بيان ڪيو ويو آهي ته قرآن مجيد ڪنهن شاعر ۽ ساحر جو ڪلام نہ آهي، بلڪ هيءَ الله جو ڪلام آهي ۽ رسول الله صلي الله عليہ وسلم کي اها طاقت نہ آهي ته هو ان ڪلام ۾ پنهنجي طرفان هڪ لفظ ۾ به گهٽائي يا وڌائي سگهي. اگر هو ايئن ڪري ته اسان کان بچي نه سگهي.

**حاڪم:** هيءَ گج جو هڪ قسم آهي (جسم تي گج جو وال ڪن ڪپڙو، جيڪو ڳچيءَ کان وٺي ڇاتيءَ تائين هوندو آهي). جيڪو خاص طور ڪنوار کي شاديءَ واري ڏينهن لانئن وقت پهرايو ويندو آهي ۽ ان ويس پائڻ کي سنو سنئون ڪري سمجهيو ويندو آهي ۽ شاديءَ ڪانپوءِ به پاتو ويندو آهي. هن ۾ ڳاڙهي رنگ جي پٽ جا ٽئونر (گل ڦل) لڳايا ويندا آهن. جن جي چوٽين تي ست مٽيا لڳايا ويندا آهن. پاسن کان اچي مُڪي (ڦلابات) جي ڏوري هوندي آهي. جنهن کي ريسا چئبو آهي. انهن ڏورين اندر ننڍيون ننڍيون ٽڪون لڳايون وينديون آهن ۽ پاسن کان ڪشميري جو پرت پريل هوندو آهي. بند ۾ (ٻانهن، ڪلهن ۽ ڳچيءَ وٽ گج جي چيڙن کي بند چئبو آهي.) مُڪيءَ جو آڪوڙو، سنهيون ٽڪون ۽ چوڌاري ڪشميرو پريو ويندو آهي.

**حاڪم علي زرداري:** نامور سياستدان ۽ زميندار حاڪم علي زرداري ولد حاجي محمد حسين زرداري 1930ع تي ضلعي بينظير آباد جي ڳوٺ ڦتوهل زرداري (تعلقي سڪرنڊ هاڻي تعلقي دولتپور) ۾ پيدا ٿيو سندس والد ايران مان شادي ڪئي. حاڪم علي زرداري ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول مان حاصل ڪئي. ان بعد ڳوٺ ميان ساند جي مڪتب مان پرائمري تعليم مڪمل ڪري ڊي. سي. هاءِ اسڪول نوابشاهه مان مئٽرڪ پاس ڪئي. وڌيڪ تعليم حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد ڳوٺ



۾ زميدناري سنڀالڻ لڳو ڪيس نوجوانيءَ ۾ هر ڪاهڻ ۽ هارين سان گڏ ڪم ڪرڻ جو شوق هوندو هو. سندس پهرين شادي سنڌ جي علمي گهراڻي حسن علي آفنديءَ جي ڏوهٽي جيل آفيسر محمد حسين ميمڻ جي نياڻيءَ سان ۽ ٻي شادي زرين بيگم سان ٿي، جنهن مان اولاد نہ ٿيس. بالوءَ جا قبا واري زمين تي جايون ٺهرائي رهائش اختيار ڪيائين. زميداريءَ سان گڏ واپار جو ڏنڌو شروع ڪندي، نوابشاهه ۾ واپاري ڪوٺي قائم ڪيائين. نوابشاهه ڪانپوءِ هيءَ ڪراچيءَ ۾ به رهيو جتي هن پنهنجي ذهانت ۽ قابليت وسيلي پلاٽن جي خريد ۽ فروخت جو ڌنڌو شروع ڪيو ۽ جلدي ڪراچيءَ جي مرڪزي هنڌ صدر ۾ بمبينو چيمبر قائم ڪري، بمبينو ۽ اسڪالا سئنيمائون قائم ڪيون. اهڙيءَ طرح ٻين سئنيمائن ۾ حصيداري رکيائين. ان ڪانسواءِ فلم ڊسٽريبيوٽرس جو ڪاروبار شروع ڪيائين ۽ هڪ سنڌي فلم 'سورٺ' ٺاهيائين. اهڙيءَ طرح حاڪم علي زرداريءَ جي شخصيت فلم انڊسٽري ۾ به نمايان حيثيت قائم ڪري ورتي.

حاڪم علي زرداري پنهنجي محنت، همت ۽ ڪاريت وسيلي تمام گهڻي شهرت ماڻي، سندس طبعي لاڙو قومپرستيءَ ۽ ترقي پسنديءَ ڏانهن رهيو 1965ع جي بنيادي جمهوريت وارين چونڊن ۾ حاڪم علي زرداري ضلعي ڪائونسل جو ميمبر ۽ ڊويزنل ڪائونسل جو وائيس پريزيڊنٽ چونڊيو ويو ان دوران سندس ڪيل تقريرون يادگار رهيون. 1965ع جي صدارتي اليڪشن ۾ ايوب خان جي مخالفت ۽ فاطمه جناح جي حمايت ۾ هن ڪيترن ئي جلسن ۽ جلوسن کي منظم ڪيو ۽ انهن ۾ خطاب ڪيو ايوب خان جي حڪومت جي

خاتمي بعد ذوالفقار علي ڀُٽي سان پ پ ۾ شامل ٿيو حاڪم علي زرداريءَ جي عوامي ليگ جي سربراهه شيخ مجيب الرحمان سان ويجهڙائي ۽ رسول بخش پليجي سان به سندس دوستي رهي. 1970ع ۾ هن ڊي. سي هاءِ اسڪول نواب شاهه جي 'لطيف هال' ۾ پنهنجي برادريءَ جو ڪنوينشن سڏايو جنهن 'آل سنڌ زرداري ايسوسيئشن' جو بنياد رکيائين ۽ ان جو صدر مقرر ڪيو ويو هن پاڻ کي سردار وارو لقب نه ڏنو. 1970ع جي چونڊن ۾ حاڪم علي زرداري نوابشاهه جي تڪ تان پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي اڪثريت سان ڪاميابي ماڻي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر منتخب ٿيو. 1976ع ۾ سنڌ جي وزيراعليٰ سان اختلاف رکڻ سبب ڪيس وڌين تڪليفن جو منهن ڏسڻو پيو ان دوران پ پ کي ڇڏي نئشنل ڊيموڪريٽڪ پارٽي سنڌ جو صدر ٿيو ۽ پرڏيهه هليو ويو.

1985ع ۾ غير جماعتي چونڊن ۾ قومي اسيمبليءَ لاءِ نوابشاهه جي تڪ تان حصو ورتائين پر ڪامياب نه ٿيو 1988ع جي اليڪشن ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تان چونڊجي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ۽ اڪائونٽس ڪميٽيءَ جو چيئرمئن ٿيو. 1990ع جي چونڊن ۾ حصو ورتائين پر ڪامياب نه ٿيو 1993ع جي چونڊن ۾ ٽيون ڀيرو سڪرنڊ جي تڪ تان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 1996ع جي اليڪشن ۾ نواز دور ۾ پٽ ۽ زرداري خاندان خاص طور عتاب هيٺ رهيا. 12 آڪٽوبر 1999ع تي نوازشريف جي حڪومت جو تختو اونڌو ٿيڻ بعد سندس فرزند آصف علي زرداري جنرل مشرف جي دور دوران جيل ۾ رهيو ۽ حاڪم علي زرداريءَ کي ضياء الدين اسپتال ڪراچيءَ ۾ زيرِ علاج هئڻ دوران اسپتال کي سب جيل قرار ڏئي قيد ۾ رکيو ويو. ڪيتري عرصي کان بيمار رهڻ بعد دماغ جون رڳون ڦاٽڻ سبب پمز اسپتال اسلام آباد ۾ 24 مئي 2011ع تي وفات ڪيائين. سندس فرزند آصف علي زرداري هن وقت پاڪستان جو صدر آهي ۽ سندس ٻه نياڻيون فريال ٽالپر ۽ ڊاڪٽر عذرا پيچوهو پڻ سياست ۾ سرگرم آهن. ان کان سواءِ فوزيه زرداري پڻ سندس ڌيءَ آهي. سندس خاندان کي ملڪي سطح تي وڏي اهميت حاصل آهي.

**حالاتِ اولياءَ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي، جيڪو ڪرائون سائيز ڪتاب 94 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ دنيا جي مختلف ولين جو ذڪر آهي. ڪتاب جي قيمت هڪ روپيو اٺ آنا ڇاپايل آهي. هيءَ ڪتاب باغبان پبليڪيشن، حيدرآباد سنڌ پاران سال 1956ع ۾ ڇپيو.

**حالاتِ نبوي** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب نامور عالم ۽ استاد علي خان ابڙي جو لکيل آهي. ڪرائون سائيزجي هن ڪتاب ۾ 54 صفحا آهن. هن جي قيمت اٺ آنا ڇاپايل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سيد ملڻ شاهه اسٽنڊرڊ پرنٽنگ پريس حيدرآباد مان 1919ع ۾ ڇپيو ٻيو ڇاپو پارتواسي پريس حيدرآباد مان 1921ع ۾ ڇپيو ۽ ٽيون 'ڇاپو شيواجي پريس' لاڙڪاڻي مان 1928ع ۾ ڇپيو.

**حالارو** (ديهه): تعلقي کپري جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن:

سانوڻ پنيرو، مگهن پنيرو ۽ محب پيو

**حال الله ڪلهوڙو** (اول): ميان حال الله ڪلهوڙو ميان دائود خان ڪلهوڙي جو پوٽو ۽ ميان اهيي جو پٽ هو ڪلهوڙا دور جو هي بزرگ هي پنهنجي دور جو وڏو خطاط ۽ عربي توڙي فارسيءَ جو عالم هو هن جو جنم 1640ع ۾ ٿيو هن فقه تي ڪيترا ڪتاب تصنيف ۽ ڪتابت ڪيا پر انهن مان اڪثر ضايع ٿي ويا. فقط هڪ فارسي مخطوطي جا ڪجهه ورق خسته حالت ۾ مليا آهن، جن ۾ تصنيف جي نالو ۽ سن بابت ڪا به خبر نه ٿي پوي، پر جيئن ته ميان حال الله ڪلهوڙو (اول) جو زمانو 1675ع کان 1725ع تائين چيو وڃي ٿو ان ڪري اهو يقيني طور چئي سگهجي ٿو ته هي مخطوطو 17 صدي عيسويءَ جي آخر يا ارڙهين صدي عيسويءَ جي شروعات واري وقت جو آهي. ميان حال الله ڪلهوڙو اقتدار ۾ به رهيو اهم عهدي تي فائز هو ۽ ميان حال الله (اول) ڪلهوڙي 1725ع ۾ وفات ڪئي. هن بزرگ جو مقبرو ڳوٺ پاوندا لاڪا ضلعي قمبر شهدادڪوٽ ۾ واقع آهي.

**حال الله ڪلهوڙو** (ٻيو): ميان حال الله ڪلهوڙو دوم ميان لطف علي ڪلهوڙي اول جو پوٽو هو هن جي پيدائش 1695ع ڌاري ڳوٺ پاوند لاڪا قنبر ۾ ٿي. ميان حال الله پنهنجي دور جو سٺو خطاط، ڪاتب ۽ عالم هو عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ ڪيترائي نسخا ڪتابت ۽ تصنيف ڪيائين. هن قرآن مجيد جا به گهڻا ئي نسخا لکيا ۽ فقه جي موضوع تي هن ڪافي ڪتاب لکيا، پر سندس سمورا ڪتاب زماني جي دست برد کان بچي نه سگهيا ۽ سڀ جا سڀ ضايع ٿي چڪا آهن.

ميان حال الله ڪلهوڙي، پاوند لاڪا ۾ هڪ مدرسو به قائم ڪيو هو. جتي هو ڳوٺ سميت پر وارن ڳوٺن جا ٻار به پڙهائيندو هو ان سان گڏ ميان حال الله ڪتابت ۽ خطاطي جو ڪم ڪندو هو سندس هٿ اکرين فارسي تشريح سان يٰسں شريف جو هڪ قلمي نسخو موجود آهي. حال الله ڪلهوڙي 1780ع ڌاري وفات ڪئي، سندس مزار پاوند لاڪا جي قبرستان ۾ آهي.

**حال ڏاڳا**: 'حال ڏاڳا' فقيري ويس کي چوندا آهن. ڪنهن فقير يا درويش جو فقيراڻو سامان، جنهن ۾ ڪننا، ڪولابا، ڪشتو، ڪُنڊري، گوڏڙي، پڳ، فقيراڻو ويس وغيره اچي وڃن ٿا، تن کي 'حال ڏاڳا' چئبو آهي. شاهه لطيف جو سجاده نشين، شاهه صاحب جي جنم ڏينهن تي سندس سنڀالي رکيل ويس (پڳ ۽ قميص وغيره) پهريندو آهي، ان کي به 'حال ڏاڳا' سڏيندا آهن.

**حاليءَ، الطاف حسين**: اردو ٻوليءَ جو ناميارو شاعر ۽ نقاد الطاف حسين حالي، 1837ع ڌاري پاڻيپٽ ۾ پيدا ٿيو سندس پيءُ جو نالو خواجه بخش هو هيءُ 9 سالن جو هو ته سندس پيءُ وفات ڪري ويو. قرآن مجيد پورو ڪري فقه، حديث ۽ فلسفي جي تعليم پرايائين. ان دوران ئي سندس شادي ٿي. هن 1857ع ۾ دهليءَ وڃي مولوي نوازش عليءَ کان وڌيڪ علم پرايو. 1857ع ۾ نواب مصطفيٰ خان رئيس جهانگير آباد جي پٽن جي پڙهائيءَ لاءِ ڪيس مقرر ڪيو 8 سالن تائين کين پڙهائيندو رهيو ان دوران ڪيس شاعريءَ جو شوق ٿيو ۽ اردو جي مقبول شاعر غالب کي پنهنجو ڪلام ڏيکارڻ شروع ڪيائين. جنهن ڪانپوءِ روزگار جي



ڳولا ۾ لاهور پهتو جتي کيس تعليم کاتي ۾ نوڪري ملي. 1880ع ۾ اينگلو عربڪ اسڪول دهليءَ ۾ استاد مقرر ٿيو حاليءَ اردو شاعريءَ ۾ جديد ۽ قومي شاعريءَ جو بنياد وڌو. اردو نثر ۾ سوانح نگاري ۽ مغربي طور تي تنقيد جي شروعات به حاليءَ ڪئي.

سندس مشهور ڪتابن ۾: (1) ’حيات جاويد‘، (2) ’حيـات سيدي‘، (3) ’يادگار غالب‘، (4) ’مقدمہ شعر و شاعري‘، (5) ’مقالات و مڪاتيب‘ ۽ (6) ’مسدس حالي‘ شامل آهن. الطاف حسين حالي 1941ع ڌاري وفات ڪئي. سندس مسندس حاليءَ جو سنڌي شاعرن اثر ورتو. ادبي تنقيد جي لاڙي تي به سندس ڪتاب مقدمہ شعر و شاعري جو اثر ڏسي سگھجي ٿو.

**حام بن نوح:** حام حضرت نوح عليہ السلام جو پٽ هو. قرآن مجيد ۾ ان جو ذڪر صراحت سان ناهي آيو. حام طوفانِ نوح ؑ ۾ پنهنجي ڀائرن سام ۽ يافث سان گڏ ٻيڙيءَ ۾ موجود هو. حام جي باري ۾ هڪ روايت آهي ته حضرت عيسيٰ عليہ السلام، حام جي قبر تي ’قُم باذن الله‘ چئي ان کي ڪجھه عرصي لاءِ جيئرو ڪري ان کان طوفانِ نوح ؑ جو سچو احوال معلوم ڪيو. تاريخ طبري جو مصنف ڄاڻائي ٿو ته، ’حام جوانيءَ جي عالم ۾ فوت ٿي ويو هو.‘

مسلمان مؤرخن اهو به لکيو آهي ته: ”حضرت نوح ؑ جي بد دعا سبب حام جو رنگ ڪارو ۽ وار گھنگھرو ٿي ويا“ ۽ ان ڪانسواءِ حضرت نوح ؑ اها به دعا گهري هئي ته سڀ پيغمبر سام جي اولاد مان ۽ سڀ بادشاهه يافث جي اولاد مان ٿين ۽ حام جو اولاد سام ۽ يافث جي اولاد جو خدمت گذار ٿئي. روايتن ۾ اهو به ڄاڻايل آهي ته حضرت نوح ؑ سڄي زمين پنهنجي ٽن پٽن ۾ تقسيم ڪري ڇڏي هئي. حام کي نيل نديءَ کان وٺي مغرب جو علائقو (آفريڪا) ڏنو ويو. جنهن ڪانپوءِ هو ’ابو الحبش‘ سڏجڻ لڳو. حضرت نوح ؑ جو هڪ پٽ نافرمان ٿيو جنهن کي الله جي فرمان تي يقين نہ هو جنهنڪري اهو الله جي عذاب هيٺ اچي ختم ٿي ويو. اسلامي عقيدي موجب پهريون دفعو زمين آباد ڪندڙ حضرت آدم عليہ السلام آهي، پر ٻيو دفعو زمين آباد ڪندڙ حضرت نوح عليہ السلام هو.

**حامد الانصاري غازي:** انگريزن خلاف، سنڌ ۾ ريشمي رومال تحريڪ جي مشهور مجاهد، دين جي عالم، صحافي، مقرر ۽ مصنف مولانا منصور انصاريءَ جو جنم 1327هه/ 1909ع ۾ سهارنپور ۾ ٿيو هن ابتدائي تعليم ماليہ ڪوٽلہ مان پنهنجي وقت جي جيد عالم حضرت مولانا صديق احمد انبهوٽوي کان حاصل ڪئي، جيڪو سندس نانو هو هن 1341هه/1922ع ۾ هي الجمعۃ دهلي اخبار، مدينہ بخبور ۽ جمهوريت اخبار ۽ بمبئي اخبارن جو مدير ٿي رهيو پاڻ هڪ نامور سياستدان بہ هو هيءَ هڪ عرصي تائين جميعۃ العلماءِ هند سان لاڳاپيل رهيو ۽ جميعت العلماءِ مهاراشٽر جو صدر پڻ رهيو 1382هه ۾ پاڻ دارالعلوم ديوبند جي مجلس شوريٰ جو رڪن ٿي رهيو هن جي لکيل مشهور ڪتابن ۾ ’اسلام نظام حڪومت‘ ۽ ’سيرت نبوي پر خلقِ عظيم‘ قابلِ ذڪر آهن.

**حامد الله هيلوي، مولانا:** سنڌ جو مشهور عالم مولانا حامد الله ولد ميان گل محمد ذات جو ميمڻ هو ۽ هيلي شهر ضلعي ٺٽي ۾ جنم ورتائين. ان نسبت سان ’حامدالله هيلوي‘ سڏبو هو حامد الله ميمڻ، قرآن شريف جي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتي. عربي ۽ فارسي ٺٽي ۾ مولوي عبدالرحيم ڪنيءَ وٽ پڙهيو ان بعد باقي تعليم لاڙڪاڻي ۾ علامہ عطاءُ الله فيروز شاهيءَ وٽ پوري ڪري دستاربند ٿيو تعليم جي تحصيل بعد تعلقي ميرپوربٺوري ۾ سوهڻ جي ڳوٺ ۾ درس ۽ تدريس جو آغاز ڪيائين. ڪجھه عرصي ڪانپوءِ عربستان هليو ويو ۽ اتان ڏهن سالن ڪانپوءِ واپس اچي سجاول جي سيد عبدالرحيم شاهه سجاوليءَ جي قائم ڪيل مدرسي هاشميہ ۾ پڙهائڻ لڳو.

مولانا حامد الله هيلويءَ سياسي زندگيءَ جي شروعات ’خلافت تحريڪ‘ ۾ شموليت سان ڪئي. جڏهن خلافت تحريڪ کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ انگريزن پنهنجي طرفدار ۽ ’امن سڀائي‘ عالم مولوي فيض الڪريم نوشهري فيروزائيءَ کان ’تحقيق الخلافت‘ نالي رسالو جاري ڪرائي، انگريزن جي حمايتي شريف مڪہ جي حق ۾ ۽ خلافت تحريڪ جي خلاف فتويٰ جاري ڪرائي تہ خلافت جي حامي حق پرست عالمن انهيءَ فتويٰ جي جواب ۾ ’اظهار الڪرامۃ‘ نالي رسالو جاري ڪيو جنهن جي تصديق ۽ تائيد مولانا حامد الله هيلويءَ ڪئي. مولانا صاحب انگريزن خلاف ’خلافت تحريڪ‘ ۾ وڏيءَ سرگرميءَ سان ڪم ڪيو انگريزن کان آزادي حاصل ڪرڻ ۽ ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوٺايل ڪيترن جلسن جون صدارتون ڪيائين. جڏهن هيلي شهر کي درياهہ پاتو تہ مولانا صاحب اُتان لڏي اچي ’ڦتوڻ‘ ۾ رهيو ۽ حياتيءَ جا باقي ڏينهن اتي ئي گذاريائين.

لاڙ جي هن جيد عالم 1438هه/1919ع ڌاري وفات ڪئي.

**حامدپور** (ديهہ): تعلقي اوباڙي جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حامد پور، ڪوڙو سميجو، شادمان سميجو، ٻٽو سميجو، محمد ٻرڙو، احسان سميجو ۽ عبدالرحمان حجم.

**حامد الله ’حامد‘ ٽنيو:** مشهور بزرگ، عالم ۽ شاعر، ميان حامد حضوريءَ جو پورو نالو حامد الله ولد روشن علي فقير ٽنيو هو. سندس والد روشن علي ٽنيو وڏو عالم ۽ عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جو ڄاڻو هو. هو رئيس ميرو خان جي دؤر ۾ پٽين جي پرسان هڪ ڳوٺ مان لڏي اچي ميرو خان شهر ۾ ويٺو. هيءَ بزرگ خدا رسيده حال ۽ ڪال جو صاحب هو. حامد حضوريءَ جو جنم 12 جنوري 1798ع ۾ ميرو خان ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ ۾ ٿيو. هن جي تعليم ۽ تربيت والد جي نگرانيءَ هيٺ ٿي، ديني تعليم جي تڪميل کان پوءِ پوري جمار عبادت، وعظ ۽ تبليغ ۾ گذاري، وقت قرآن جي تلاوت، درس ۽ تدريس ۾ صرف ڪندو هو حامد حضوري جي درس ۽ تدريس ۾ صرف ڪندو هو حامد حضوري جي درس ۽ تدريس جي نتيجي ۾ ڪيترا ماڻهو ٻري ڪان لڏي اچي ميروخان ۾ آباد ٿيا. هن بزرگ جي ماڻهن وٽ وڏي مڃتا هئي، حامد پنهنجي پيءُ جي وفات بعد گادي نشين بڻيو.

حامد الله، عالم ۽ شاعر هو. ميان حامد الله جي لقب ’حضوري‘ بابت روايت آهي تہ اهو لقب کيس بشارت ۾ حاصل ٿيو هو. ميان حامد ابتدا ۾ شاعري ڪئي ۽ ڪافيون ۽ مناجاتون لکيون. سندس مناجاتون ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب ’مداحون ۽ مناجاتون‘ ۾ شامل آهن. سندس ڪيترو ڪلام گم ٿي ويو.

هن بزرگ 3 نومبر 1873ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهہ ميرو خان، قنبر- شهدادڪوٽ ۾ آهي.

**حامد دودائي**: 'تحفة الڪرام' ۾ مير علي شير قانع ٺٽويءَ لکيو آهي ته:
"مخدوم حامد دودائي بزرگيءَ جي خوبين جو مالڪ ۽ هڪ وڏو عالم ٿي گذريو آهي. هي گرهڙين (گروهڙ) جو قاضي هوندو هو. سندس پٽ مخدوم صابر پيءُ کانپوءِ گادي نشين ٿيو. انهيءَ کانپوءِ صابر جو پٽ مخدوم ابوالبقا هن عهدي جو مسند نشين ٿيو. مخدوم حامد وڏو عالم، فاضل ۽ صاحب ڪشف بزرگ ٿي گذريو آهي. هو پير آريءَ ۾ رهندو هو. پنهنجي وقت جو وڏو صاحب ڪشف بزرگ درويش احمد مخدوم حامد جو صحبتي هو."

**حامد شاهه جو قبو** (ماڳ): بزرگ حامد شاهه جو مقبرو ميرن جي صاحبيءَ واري زماني ۾ تعمير ٿيو. هيءُ مقبرو تعلقي نوابشاهه، ضلعي بينظير آباد جي ڳوٺ چام کان 12 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي 26° 21′ 8″ اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ 68° 33′ 8″ اوڀر ويڪرائي ڦاڪ تي موجود آهي. مقبري جي ڊيگهه ۽ ويڪر 3.35 ميٽر ۽ اوچائي 6 ميٽر آهي. مقبري جي اڏاوت ۾ چيرولي، جنگ شاهي پٿر ۽ سيمنٽ جون چاريون استعمال ٿيل آهن. مقبرو رٽ ۾ چورس آهي ۽ ان جي پيڙهه ۾ پٿر استعمال ٿيل آهي. مقبري ۾ استعمال ڪيل پٿر تي چٽسالي آهي. هيءُ مقبرو پيل پاون تي ڪنيل آهي. وچ ۽ ڪنڊن تي ٿنڀ ڪٽي مٿي چٽي مڙهي وئي آهي، جنهن ۾ 8 پيل پاوا آهن. چٽيءَ تي گنبذ آهي، جيڪو شڪل ۾ اٺ ڪنڊو آهي. مقبري ۾ اندر پير حامد شاهه جي اڪيلي پٿر جي قبر آهي، جنهن تي مختلف هوتا اُڪيريل آهن. پرپاسي جا ڳوٺاڻا مقبري جي چڱي سار سنڀال لهن ٿا، پر ٿنڀن تي روغن ڪرڻ ۽ پاسن تي سائي رنگ ڏيڻ ڪري مقبري جي اصلوڪي عمارتسازيءَ واري فن کي ڇيهو رسيو آهي ۽ اڪثر اڪر جو ڪم ڍڪجي ويو آهي.

**حامد شاهه فقير**: حامد شاهه فقير ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي ويجهن ۽ اهم ڪارڪنن ۽ عقيدتمندن ۾ شمار ڪيو ويندو هو. سندس زندگي ۽ ڪارنامن بابت تفصيل ملي نه سگهيا آهن. خيرپور ناٿن شاهه تعلقي جي ڳوٺ ڳاڙهيءَ ۾، ميان نصير محمد ڪلهوڙي جي قبرستان پرسان، حامد شاهه فقير جو قبو واقع آهي.

**حامد علي خانائي**: (ڏسو: خانائي، حامد علي قريشي).

**حامد علي مرزا**: مرزا حامد علي ولد مرزا علي نواز بيگ ڪربلائي، 19 مارچ 1925ع تي ٽنڊي آغا، حيدرآباد جي علمي ۽ ادبي گهراڻي ۾ جنم ورتو. ابتدا ۾ قرآن پاڪ ۽ فارسيءَ جي تعليم پنهنجي خاندان جي بزرگن خاص ڪري مرزا قربان علي بيگ وٽ حاصل ڪيائين ۽ ان کانپوءِ نور محمد هاءِ اسڪول مان انگريزي تعليم ورتائين. هن تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ 1939ع کان 1959ع تائين مختلف سرڪاري کاتن ۾ ملازمت اختيار ڪئي. چوڏهن سالن جي عمر ۾ شاعري شروع ڪيائين. شاعريءَ ۾ مرثيا، سلام، نوحا، غزل، حمد، نعت، رباعي، قصيدي جي صنفن تي طبع آزمائي ڪيائين. شعر ۾ شيخ محمد ابراهيم خليل کان اصلاح ورتائين ۽ مرزا بخش علي بيگ 'ڪوثر' کان شاعريءَ جو علم سکيو. سرڪاري ملازمت ۾ هن جي طبيعت نه لڳي، ان



ڪري 1959ع ۾ ملازمت ڇڏي. 1960ع کان 1991ع تائين حيدرآباد جي ٽالپر حڪمران گهراڻي وٽ ملازم ٿي رهيو. اڪثر مشاعرن ۾ خاص ڪري بزم خليل جي مشاعرن ۾ شرڪت ڪندو هو. مرزا صاحب شاعريءَ کانسواءِ محرم جي عزاداريءَ جي ڏينهن ۾ مرثيا خواني ۽ سوز خواني ڪندو هو. خطاطي (خوش خطي) ۾ به ڪيس وڏي مهارت حاصل هئي. هن جي ڪلام جو 'ڪليات حامد' مرزا، فياض علي بيگ مرتب ڪيو ۽ سندس مختصر سنڌي ڪلام مرزا فتح علي بيگ شاهد ترتيب ڏنو جيڪو سندس وفات کانپوءِ 1994ع ۾ گلشن پبليڪيشن حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو. سنڌ جي هن نامور شاعر، ڊسمبر 1991ع تي وفات ڪئي. سندس تدفين ٽنڊي آغا جي اباڻي قبرستان ۾ ڪئي وئي.

**حامد علي مرزا، جسٽس**: جسٽس حامد علي مرزا 14 سيپٽمبر 1940ع تي جيڪب آباد ۾ جنم ورتو 1954ع ۾ مئٽرڪ، 1959ع ۾ بي. ايس. سي ۽ 1961ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايل. ايل. بي جي ڊگري ورتائين. 1961ع کان 1973ع تائين وڪيل طور خدمتون سر انجام ڏنائين. ڊسمبر 1973ع کان 1976ع تائين صوبائي جوڊيشل سروس ۾ بطور سينيئر سول جج ۽ اسسٽنٽ سيشن جج طور مقرر رهيو ۽ فيبروري 1976ع ۾ ڪيس ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن جج طور ترقي ڏني وئي، ان دؤران هن ڪراچي، سکر، نوابشاهه ۽ بين هنڌن تي خدمتون انجام ڏنيون. سندس شادي ٺٽي ضلعي جي بخاري سيدن مان ڊاڪٽر قمر شاهه سان ٿيل آهي، جيڪا سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڳوڻي وائيس چانسلر آر. اي. شاهه جي ڀيڻ آهي. جسٽس حامد علي 1983ع ڌاري ڊسٽرڪٽ اينڊ سيشن جج طور ترقي ماڻي. هيءُ 2 ڀيرا 26 مارچ 1983ع کان سيپٽمبر 1984ع ۽ جون 1994ع کان اپريل 1995ع تائين هاءِ ڪورٽ سنڌ جو رجسٽرار به رهيو. تنهن کان سواءِ سيپٽمبر 1991ع کان هڪ سال لاءِ لوڪل ڪائونسل جي اپيليٽ ٽريبونل جو چيئرمئن به رهيو 10 اپريل 1995ع تي جسٽس حامد علي مرزا کي سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج مقرر ڪيو ويو. هيءُ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينڊيڪيٽ جو ميمبر، آغا خان ميڊيڪل يونيورسٽيءَ جو ٽرسٽي ۽ اليڪشن ڪميشن آف پاڪستان جو ميمبر پڻ رهيو. 28 اپريل 2000ع کان سپريم ڪورٽ جو جج مقرر ٿيو جتان 2005ع ۾ ريٽائر ٿيو. جڏهن ته مارچ 2009ع ڌاري صدر آصف علي زرداريءَ ڪيس چيف اليڪشن ڪمشنر مقرر ڪيو آهي.



**حامد علي ميمڻ، ماستر**: ناليوارو استاد حامد علي ولد ميان عبدالله ميمڻ هالائي، تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهروفيروز جو وينل هو. هي نوشهري مدرسي ۾ پڙهيو ۽ استاد مقرر ٿيو. ڪوٽڙيءَ جي ڊپٽي ڪليڪٽر عبدالله ميان عثمان قريشيءَ هن کي 5 جنوري 1918ع تي خاص ڪري جي. ايم. سيد کي انگريزي پڙهائڻ لاءِ سن موڪليو. جي. ايم. سيد



پنهنجي ڪتاب 'جنب گذاريم جن سين' ۾ ماستر حامد عليءَ لاءِ لکي ٿو ته: "ماستر حامد علي ڏيڍ سال ڪن مون وٽ رهيو ۽ انگريزيءَ جي تعليم ڏنائين. ٿوري گهڻي انگريزي جيڪا مون کي اچي ٿي، ان جو بنياد سندس معرفت پيو. انگريزي تعليم کان زياده سندس ذريعي مون کي عام سياسي معلومات نصيب ٿي. جنهن جو مختصر ذڪر 'پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني' ڪتاب ۾ ڪيو اٿم." بعد ۾ حامد علي ميڊيڪل اسڪول حيدرآباد ۾ ڪجهه سال پڙهيو. آخري امتحان پاس ڪرڻ کانسواءِ ڳوٺ وڃي رهيو. زميندارِيءَ جي شوق سبب ڪافي ملڪيت ناهيائين.

**حامد واھ** (ديھ): تعلقي وارهه جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ 'الهرکيو چوليائي' ۽ 'حاجي شفيع محمد چنو' نالي ڳوٺ شامل آهن.

**حامرو** (ديھ): ضلعي گهوٽڪي جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي پتافي، مينهون مهر ليسوڙي، مريد مهر، سومر بلالاڻي، واحد بخش گهنجيو، چوڌري محمد حسين جت، ڏهر پتافي، محمد اچل پتافي، چيما، چوڌري فرمان علي، بلاول پتافي ۽ جلال چاچڙ.

**حامي عطا محمد، ڊاڪٽر**: سنڌ جي نالياري شاعر، عالم ۽ تاريخدان. ڊاڪٽر پروفيسر عطا محمد حاميءَ جو پورو نالو عطا محمد ولد قائم الدين سوهو



هو. هن پهرين جنوري 1919ع تي خيرپور ضلعي جي تاريخي شهر ڪوٽڏيجيءَ پرسان سوهو ڪناسرا ڳوٺ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪيائين. مئٽرڪ 1941ع ۾ ناز هاءِ اسڪول خيرپور مان ڪيائين. ڪجهه وقت P.W.D ڪاتي ۾ نوڪري ڪيائين، پر جلد اها نوڪري ڇڏي، سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيو جتان 1946ع ڌاري انٽر پاس ڪيائين. بعد ۾ فيض گنج ۽ گمبٽ هاءِ اسڪولن ۾ استاد رهيو. ناز هاءِ اسڪول خيرپورجي لقمان برانچ ۾ به ڪجهه وقت استاد رهيو. 1947ع ۾ ڪيس ٽريننگ ڪاليج فارمين خيرپور بدلي ڪيو ويو، جتي نوڪريءَ دوران بي. اي، بي. ٽي ۽ ايم. اي جا امتحان پاس ڪيائين. 1953ع ڌاري تعليم کاتي جي ملازمت تان استعيفا ڏئي ڪوٽڏجيءَ مان ميمبر ليجسليٽو اسيمبليءَ جي حيثيت سان رياست جي چونڊن ۾ حصو وٺي اڪثريت سان ڪامياب ٿيو. 21 آڪٽوبر 1955ع تي ون يونٽ قائم ٿيڻ سان، رياست خيرپور جو وجود ختم ٿيڻ سبب سندس ميمبر جي حيثيت به ختم ٿي وئي. ون يونٽ قائم ٿيڻ کانپوءِ عطا محمد حامي، پهرين هالا ڪاليج ۾ ۽ پوءِ ممتاز ڪاليج خيرپور ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ ٿوري عرصي لاءِ ٽنڊو جان محمد، شڪارپور ۽ سکر جي ڪاليجن ۾ اسسٽنٽ پروفيسر ٿي رهيو. بعد ۾ ممتاز ڪاليج خيرپور ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر مقرر ٿيو جتان 31 ڊسمبر 1979ع ۾ رٽائر ڪيائين. نوڪريءَ جي پوئين حصي ۾ (1978ع) عطا محمد حامي پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا جي نگرانيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جامشوري مان 'خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو' موضوع تي پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. سندس تحقيقي مقالو 1994ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شوري پاران شايع ٿيو. 2009ع ۾ ساڳيو ڪتاب ثقافت ۽ سياحت کاتي ڇپرو ڪيو. عطا محمد حاميءَ جو وڏي ۾ وڏو ڪم سچل سرمست جي سوانح، فن ۽ فڪر تي جديد نموني جي تحقيق آهي. ان کانسواءِ تعارفي، سوانحي ۽ تاريخي موضوعن تي سندس ڪم ٿيل آهي. عطا محمد حامي پختو شاعر هو جنهن وٽ زبان جي لطافت ۽ خيالن جي نزاڪت سان گڏ سماجي شعور مڃاهون هو. سندس شاعريءَ ۾ ماحول جي عڪاسي ڀرپور ٿيل آهي. هن غزل جي روايتي رنگ ۾ وقت ۽ ماحول جي تقاضائن مطابق تبديليون آنديون ۽ بهترين غزل گو شاعر ليکيو وڃي ٿو.

تنوير عباسيءَ جي راءِ موجب عطا محمد حاميءَ جي شاعري، سنڌي ادب ۾ هڪ نرالو مقام رکي ٿي، ان ڪري اها نه صرف سنڌي ادب، پر سنڌي شاعريءَ جي شاگردن توڙي تحقيق ڪندڙن لاءِ دلچسپ ابياس آهي.

عطا محمد حامي جي ڪتابن جو تفصيل هن ريت آهي: (1) 'ثمر حيات' (مضمون: 1953ع)، (2) 'درازن جا درويش' (مقالو 1959ع)، (3) 'منصور ثاني سچل سرمست' (تحقيق 1964ع)، (4) 'سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعري' (ترتيب 1981ع)، (5) 'نينهن جا نعرا' (سچل سرمست جي فارسي مثنوين جو سنڌي ترجمو: 1983ع)، (6) 'وکريل موتي' (مضمون ۽ مقالا: 1983ع)، (7) 'حاميءَ جو ڪلام' (مرتب: محمد علي حداد: 1994ع).

عطا محمد حامي سموري زندگي علمي ترقيءَ سان گڏ سماجي ڪمن لاءِ جدوجهد ڪندي گذاري. آخر ۾ لبلبي جي ڪينسر جي موذي مرض سبب، 3 جون 1982ع تي وفات ڪيائين.

**حب**: هي عربي لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ 'داڻو' آهي. سنڌيءَ ۾ به عروج آهي. 'حب' جو جمع 'حبوب' آهي. حبَ يا گورين ٺاهڻ جو سي کان اڳ طبيب اسقليبوس جي زماني ۾ رواج پيو پر ان وقت بدزيب گوريون يا حب ٺاهيا ويندا هئا. طبيب جالينوس جي وقت ۾ ننڍا ۽ سهڻا حب ٺاهيا ويا.

حب يا گوريون گول ٺاهيون وڃن. گوريون گول ۽ لسيون هئڻ ڪري مريض آسانيءَ سان کائي سگهندو هو. دوا جون گوريون ٺاهڻ لاءِ مختلف ڪيميائي شين کي ڪٽيو يا ڪرل ڪيو ويندو هو. اصول هو ته جيتري دوا باريڪ هوندي، حب به اوترائي سهڻا لڳندا. ڪٽيل دوا کي ڪنهن پاڻي، عرق، رس يا ڪنهن لعاب ۾ ڳوهي حب ٺاهيا ويا. حب ٺاهڻ لاءِ ڪوئنر لعاب يا نشاستي جي مدد ورتي وڃي ٿي، انهن کي طبي اصطلاح ۾ 'رابطات' چيو ويندو آهي. حب ٺاهڻ لاءِ دوا جو سفوف ڪپڙي ۾ ڇاڻيو ويندو آهي.

**حب ٺاهڻ جو طريقو**: هٿ سان حب ٺاهڻ جو سادو ۽ عام طريقو هي آهي ته ڳوهيل اٽي مان گوريءَ جيترو وزن ڪٽي آڱوٺي ۽ اشهد آگر سان گول ڦيرائجي. ٿورو وقت ڦيرائڻ سان گوري يا حب ٺهي پوندو آهي. اڄڪلهه گورين ٺاهڻ لاءِ مشينون مارڪيٽ مان ملن ٿيون، جن جي مدد سان منٽن ۾ هزارين گوريون يا حب ٺاهي سگهجن ٿا.

**حب پاور پلانٽ**: بلوچستان جي حب نديءَ تي قائم ٿيندڙ 'حب پاور اسٽيشن' ڏکڻ ايشيا ۾ نجي شعبن جي تعاون سان قائم ٿيڻ وارو پهريون ۽ سڀ کان وڏو توانائيءَ جو منصوبو آهي. هيءَ پلانٽ پاڪستان ۾ سڄي دنيا جي سرمائيڪارن ذريعي مالي وسيلا مهيا ڪرڻ ۾ سڀني کان وڏي اسٽيشن

آهي، هن ۾ هڪ لک پاڪستاني ۽ غير ملڪي حصا آهن. هن جو نالو ڪراچي اسٽاڪ ايڪسچينج ڪانسواءِ لڪسمبرگ اسٽاڪ ايڪسچينج ۾ به درج آهي. هن منصوبي هيٺ جون 1996ع ۾ 300 ميگا واٽ جي پهرين



پاور اسٽيشن ڪم شروع ڪيو هو. جڏهن ته 900 ميگاواٽ بجلي توانائي مارچ 1977ع ۾ ممڪن بڻائي وئي. حب پاور اسٽيشن واپڊا جي تعاون سان 1200 ميگاواٽ بجلي فراهم ڪري رهيو آهي. ان ڪان سواءِ حب پاور ڪمپنيءَ جي نالي سان ڪراچي ۾ ڪلفٽن ويجهو قائم ادارو پڻ بجلي جي پيداوار ۽ سپلاءِ جي مد ۾ خدمتون سرانعام ڏئي رهيو آهي.

**حب ڊئم**: سنڌ جي گاديءَ واري هنڌ ۽ صوبي جي وڏي ۾ وڏي شهر ڪراچيءَ کي پاڻي مهيا ڪندڙ هي ٽيون وڏو ذريعو آهي، جيڪو گڏاپ جي علائقي ۾ حب نديءَ تي ٺهيل آهي. هتان ڪئنال ذريعي ڪراچيءَ کي پاڻي ڏنو ويندو آهي. حب ڊئم 83 چورس ڪلوميٽرن تي ڦهليل آهي. 1973ع ۾ هن ڊئم جو ڪم شروع ٿيو ۽ 1981ع ۾ مڪمل ٿيو. حب ڊئم مان روزانو ڏه ڪروڙ گيلن پاڻي ڪراچيءَ کي ڏنو ويندو آهي، حب ڊئم کان وٺي منگهي پير تائين هن ڪئنال جي ڪناري سان 15 ڪان مٿي ڳوٺ آباد آهن، جن کي ڪئنال مان پاڻي نه ملندو آهي. هن ڪئنال جو پاڻي زراعت توڙي فارمن لاءِ مهيا ٿئي ٿو هتان ئي همدرد فائونڊيشن جي باغ، همدرد پبلڪ



اسڪول ۽ همدرد جي بيت الحڪمت يونيورسٽيءَ کي به پاڻي ڏنو وڃي ٿو. حب ڊئم جو پاڻي منگهي پير لڳ، حب پمپنگ اسٽيشن وٽان فلٽر ٿيڻ کانپوءِ شهر ڏانهن وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح ڪراچيءَ کي روزانو ڪينجهر مان 1800 ڪيوسڪ پاڻي، حب ڊئم مان 10 ڪروڙ گئلن ۽ ڊملوٽي ڪئنال مان 100 لک گئلن پاڻي ملي ٿو.

**حَبش**: حبش، مصر جي ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ ۽ ڳاڙهي سمنڊ جي آفريڪي سمنڊ سان لڳو لڳ هڪ صوبو آهي، جيڪو 1830ع کان اڳ عثمانيہ سلطنت جي قبضي ۾ هو جنهن کي عثماني حاڪم آفريڪي حصي سان گڏي مصر جي حوالي ڪري ڇڏيو هو سنڌ سميت دنيا جي مختلف ملڪن ۾ رهندڙ آفريڪي 'حبشي' گهڻو ڪري 'حَبِش' جي علائقي مان غلام بنائي آندا ويا هئا. عربي ٻوليءَ ۾ 'حبش' جو اصطلاح اتي جي باشندن توڙي ملڪ، ٻنهي لاءِ ڪتب ايندو هو جيتوڻيڪ 'حبش' ۾ هميشہ عيسائين جي اڪثريت رهي آهي. ان هوندي به اتي مسلم آبادي به ڪافي تعداد ۾ رهي ٿي.

**حبشي**: هي اصطلاح نندي ڪنڊ خصوصاً هند-سنڌ ۾ انهن شيدين لاءِ استعمال ٿيندو آهي جن جا ابا ڏاڏا هتي غلام جي حيثيت ۾ آيا ۽ اهي گهڻو ڪري حبش جا رهاڪو هئا. سڀ کان پهرين تاريخ ۾ هڪ نامور اصحابي حضرت بلاول حبشي جو نالو ملي ٿو جنهن کي حضور پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن غلاميءَ مان آزاد ڪرائي پنهنجي اصحابن ۾ شامل



ڪيو. قديم مسلم عهد ۾ حبشين جي تعداد حيثيت ۽ فرائض بابت تاريخ خاموش آهي، پر ستين صدي هجري/ تيرهين صدي عيسويءَ جي شروع ۾ هندستان جي ملڪ رضيہ جي حبشي غلام جمال الدين يا قوت جو اقتدار ۾ هجڻ بابت وڏي اهم ڳالهه آهي. تغلق دؤر ۾ حبشي نندي ڪنڊ ۾ ڦهلجي ويا، ان وقت جا هند-سنڌ جا حڪمران حبشي بهادر غلام خريد ڪري يا وري گهرائي فوج ۾ شامل ڪري وڏن وڏن عهدن تي فائز ڪندا هئا، چو ته حبشي اڪثر وفاداري ۽ بهادريءَ سبب گهڻو مشهور هوندا هئا. ابن بطوط جنهن برصغير ۾ 734هه/1333ع ۽ 743هه/1342ع جي وچ ڌاري وڏي پيماني تي سياحت ڪئي، اهو لکي ٿو ته: هن اتر هندستان کان وٺي سيلون تائين چوڪيدارن، بري ۽ بحري سپاهين ۾ اڪثريت حبشين جي ڏٺي. اٺين صدي هجري/ چوڏهين صدي عيسوي جي آخر ۾ غلام ملڪ سرور حبشي تغلق حڪمران وٽ اهم حيثيت حاصل ڪئي ۽ جلد ئي 'خواجہ جهان' جي لقب سان وزير مقرر ٿيو. اهو حبشي هو اڳتي هلي ڪيس 'ملڪ الشرق' (گورنر) جي عهدي تي فائز ڪيو ويو. بنگال ۾ حبشي غلام سمنڊ جي ذريعي براه راست پهتا هئا، الياس شاهي سلطان رڪن الدين وٽ تقريباً اٺ

هزار حبشي غلام موجود هئا، جيڪي صرف فوج ۾ موجود هوندا هئا. انهن مان گهڻا وفاداريءَ ۽ بهادريءَ سبب وڏن وڏن عهدن تي پڻ فائز هوندا هئا. اڳتي هلي حبشي سردار بنگال ۾ حڪومت ڪرڻ شروع ڪئي ۽ جڏهن علاؤالدين حسين شاهه حڪومت تي قابض ٿيو تڏهن جلد سيني حبشين کي بنگال مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو، جن مان اڪثر دکن ۽ گجرات هليا ويا. مغل دور ۾ حبشي پڻ فوج ۾ شامل هئا ۽ انهن مان ڪيترائي صوبائي گورنر پڻ ٿيا. مثلاً آتش حبشي جيڪو پهرين بهار جو گورنر هو ۽ بعد ۾ دکن جو گورنر ٿيو. 1414ھ/1703ع ۾ اورنگزيب جي عهد ۾ حبش خان سيد مفتاح ۽ ان جو پٽ احمد خان حبشي اعليٰ عهدن تي فائز هئا ۽ دلاور خان حبشي دکن ڄو گورنر مقرر ٿيو. انهن ڪانسواءِ ٻين ڪيترن ئي حبشي گورنرن، وزيرن ۽ مشيرن جو تفصيلي ذڪر 'تذڪره ماثرالامراء' ۾ موجود آهي.

سنڌ ۾ حبشين جي موجودگي عرب دور کان وٺي آهي، انهيءَ دور ۾ جيڪي مسلمان ٿيا، تن پاڻ کي قنبراڻي سڏرائڻ شروع ڪيو حضرت امام علي ابن ابي طالب عليہ السّلام جي خاص غلام حضرت قنبر جي نسبت سان سنڌ جا نو مسلم شيدي پاڻ کي قنبراڻي سڏرائڻ لڳا. سنڌ تي مختلف دور ۾ مختلف گهراڻن جي حڪمرانن حڪومت ڪئي، انهن سيني جي دورن ۾ قلعي جي حفاظت ۽ بحري حفاظت لاءِ مخصوص حبشي فوج هوندي هئي، انهيءَ کان علاوه جنگي فوج ۾ پڻ انهن جي اڪثريت هوندي هئي. ڪلهوڙن جي دور ۾ پڻ شيدين وڏ وڏا عهدا ڪلهوڙن جي دور ۾ شالمين شيدي، مظفر شيدي، دلاور خان ۽ شهزور خان شيدي جو ذڪر تاريخي ڪتابن ۾ ملي ٿو حيدرآباد جي قلعي جي حفاظت لاءِ مقرر ڪيل فوج جو سپهه سالار شالمين شيدي هوندو هو ۽ مظفر شيدي سندس صلاحڪار مقرر هو باقي دلاور خان ۽ شهزور خان شيدي جنگي فوجي دستن جا اڳواڻ هوندا هئا. شالمين شيدي آخري دم تائين قلعي جي حفاظت ڪئي، پر جڏهن قلعو فتح ٿيو تڏهن فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپر شالمين کي ڦاهيءَ تي چاڙهي ڇڏيو. ٽالپرن جي دور ۾ بهادر خان شيدي، هوش محمد شيدي قنبراڻي ۽ سندس مائٽ خان محمد قنبراڻي، دريا خان، عيسو خان، شنگور خان، احمد قنبراڻي ۽ ٻين جا نالا ملن ٿا. انهن سيني ۾ هوشو شيدي جو مقام سيني کان مٿانهون آهي. هوشو شيدي مير صوبدار خان جو خاص امير هو ٽالپرن ۾ اختلافن سبب مير صوبدار پنهنجي خاص مشير هوشو شيدي کي منع ڪئي ته مياڻي جنگ ۾ شريڪ نه ٿجان، پر هوشو چيو ته آقا! اختلاف پنهنجي جاءِ تي پر وطن جي دشمن کي ذليل ضرور ڪبو انهيءَ ڪانپوءِ هوشو مياڻيءَ جي جنگ ۾ وڙهيو ۽ دبيءَ جي جنگ ۾ وڙهندي شهيد ٿي ويو مير حسين علي خان ٽالپر جو خاص مشير احمد قنبراڻي وڏو عالم ۽ فاضل هو ان ڪانسواءِ خطاطيءَ ۾ پڻ ڪيس چڱي مهارت حاصل هئي. احمد قنبراڻي عالم فاضل هجڻ ڪانسواءِ شاعر پڻ هو سندس مير حسين علي خان ۽ مير حسن علي خان جي شان ۾ چيل قصيدا قلمي بياضن ۾ موجود آهن. احمد قنبراڻي جو 'ديوان احمد' هاڻي موجود نه آهي، پر سندس ڪجهه غزل مختلف قلمي بياضن ۾ موجود آهن. احمد قنبراڻي مجلسن ۾ پڙهن ۾ اچي سيد ثابت علي شاهه جا چيل مرثيہ وڏي چاهه سان ٻڌي ماتم ڪندو هو. سندس اولاد اڄ تائين حيدرآباد شهر ۾ موجود آهي.

**حبل الله**: حبل الله جي معنيٰ 'الله جي رسي' آهي. قرآن مجيد ۾ دين کي 'الله جي رسيءَ' سان مشابهت ڏني وئي آهي، ڇو ته هي اهو رشتو آهي، جيڪو هڪ طرف ايمان وارن جو الله سان تعلق قائم ڪري ٿو ۽ ٻئي طرف انهن کي پاڻ ۾ ملائي هڪ جماعت ٺاهڻ تي آماده ڪري ٿو قرآن مجيد ۾ الله تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو ته: "سڀ گڏجي الله جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان پڪڙيو ۽ فرقن ۾ نه ورهائجو.

**حب ندي**: حب ندي ڪراچيءَ کان ست ڪوهه پري پبّ جبل جي اتر واري قطار وٽان بلوچستان جي حد مان هلي ٻه سؤ چاليهه ميلن تائين پٽ ڀُسائيندي ڪراچيءَ جي پريان ڪيپ مانز (راس ڪماريءَ) وٽ عربي سمنڊ



۾ ڇوڙ ڪندي آهي. حب ندي ماضيءَ جي قديم سنڌ مان ۽ هينئر سنڌ ۽ بلوچستان جي سرحد وٽان وهي سمنڊ ۾ پوي ٿي. يعني حب نديءَ جو اوير وارو پاسو سنڌ ۾ ۽ اولهه وارو پاسو هن وقت بلوچستان ۾ آهي. حب نديءَ جو دارومدار ڪيرٿر جبل تان هيٺ ڪرندڙ پاڻيءَ تي آهي، جڏهن ڪيرٿر ۽ بلوچستان جي ٻين جبلن تان پاڻي مختلف نئين جي صورت ۾ گڏ ٿي حب نديءَ ۾ پوي ٿو، تڏهن حب نديءَ جي پاڻيءَ ۾ اضافو ٿئي ٿو. حب ندي سنڌونديءَ کان ٻه وڌيڪ تيز وهندڙ ندي آهي.

**حبيب ابراهيم رحمت الله**: سنڌ جي اڳوڻي گورنر حبيب ابراهيم، 10 مارچ 1912ع تي بمبئيءَ ۾ جنم ورتو. بمبئي يونيورسٽيءَ مان قانون جي ڊگري حاصل ڪيائين. حبيب ابراهيم جو والد سر ابراهيم رحمت الله 1931ع کان 1933ع تائين مرڪزي قانون ساز اسيمبليءَ جو صدر رهي چڪو آهي. حبيب ابراهيم پاڪستان قائم ٿيڻ کان اڳ محمد علي جناح جي هدايت تي مسلمانن لاءِ 'ايوان تجارت ۽ صنعت' قائم ڪيو ان ڪانسواءِ بئنڪاري، جهاز راني ۽ هوائي ڪمپنيءَ جي شعبن ۾ MCB، محمدي ۽ NET جو بنياد رکيو. مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو صدر رهيو. راندين جي شعبي ۾ به خدمتون سر انجام ڏنائين. 53-1952ع ۾ فرانس ۾ پاڪستان جو سفير مقرر ٿيو. 1954ع ۾ پهريائين سنڌ ۽ پوءِ پنجاب جو گورنر رهيو. 1955ع ۾ واپار جو وفاقي وزير ٿيو. 1958ع ۾ جنرل ايوب خان ڪيس ڪراچيءَ جي مسئلن حل ڪرڻ جي ذميواري سونپي. ڪراچي ڊيولپمينٽ اٿارٽيءَ جو چيئرمئن پڻ رهيو.



ڪيس 1969ع ۾ ريڊ ڪراس جو سربراهه بڻايو ويو ۽ 1972ع ۾ استعيفا ڏنائين. اڳوڻي وزيراعظم محمد خان جوڻيجي 1987ع ۾ ڪيس پاڪستان لاءِ ڪيل جدوجهد طور تمغو ڏنو. هن واپار ۽ صنعت ڪانسواءِ مختلف سماجي ۽ فلاحي ادارن جي قيام لاءِ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. 3 جنوري 1991ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪيائين.

**حبيب الرحمان ڏيپلائي**: نامور ليکڪ ڊاڪٽر حبيب الرحمان ميمڻ ناليواري صحافي ۽ اديب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو ننڍو پٽ هو. سندس جنم 31 ڊسمبر 1952ع تي حيدرآباد شهر ۾ ٿيو. پنهنجي والد وانگر قومي درد رکندو هو. هيءُ پنهنجي دور جو متحرڪ شاگرد اڳواڻ رهيو. هيءُ 1970ع واري اليڪشن دوران ووٽرن جون لسٽون سنڌيءَ ۾ ڇپائڻ واري تحريڪ ۾ شامل ٿيو ۽ بک هڙتال تي ويٺو. جنهن دوران لالا قادر ۽ ٻين شاگرد ساٿي اڳواڻن سميت ڪيس گرفتار ڪري جيل موڪليو ويو. جنهن تي مزاحمتي شاعر نياز همايونيءَ ڊاڪٽر حبيب الرحمان جي جدوجهد کي ساراهيندي هڪ نظم ۾ ذڪر ڪيو. ڊاڪٽر حبيب الرحمان 1980ع ۾ ايم. بي. ايس پاس ڪري ڊاڪٽر ٿيو. هن مختلف بيمارين ۽ طبي مسئلن تي روزاني 'عبرت' اخبار ۾ ڪيتروئي عرصو ڪالم لکيا.

هن 24 جنوري 1994ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرام گاهه بابن شاهه حيدرآباد واري قبرستان ۾ آهي.

**حبيب الله ڏيپلائي**: مشهور اديب محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو والد حبيب الله ولد محمد الياس ڏيپلائي، 1875ع ڌاري ڏيپلي (ٿرپارڪر) ۾ پيدا ٿيو. هن ڇهه درجا پاس ڪيا ۽ ننڍي پيماني جو واپار شروع ڪيو. گڏو گڏ ان دؤر جا ڪتاب پڙهڻ ۽ گڏ ڪرڻ جو مشغلو به جاري رکيائين. مطالعي جي شوق ۾ مشهور قصو 'فساد عجب' سمورو هٿن سان نقل ڪيائين. پنهنجي فرزند محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي لکڻين کي عام فهم ۽ دلچسپ انداز سان پيش ڪرڻ لاءِ سندس رهنمائي ڪندو رهيو. عثمان ڏيپلائي جڏهن به ڪا نئين تحرير لکندو هو ته پهريان والد کي ڏيکاريندو هو جيڪو ڪيس عبارت ۾ موجود ڏکين لفظن کي عام سادن لفظن ۾ لکڻ جي ترغيب ڏيندو هو. حبيب الله ڏيپلائيءَ جي شريڪ حيات جو نالو 'تاج بائي' هو. ڪيس ستن نياڻين ۽ ٻن فرزندن جو اولاد ٿيو. محمد عثمان ننڍو هو. سندس وڏو ڀاءُ هارون، ننڍيءَ عمر ۾ وفات ڪري ويو.

حبيب الله ڏيپلائي 1950ع ۾ وفات ڪئي.

**حبيب الله** (خطاط): ٺٽي جو ناليوارو خطاط حبيب الله، سيد عليءَ جو شاگرد هو ۽ خطاطيءَ جي ستن نمونن جو ماهر هو. سندس دستخط سان خطاطيءَ جو 1155هه/1742ع جو ملي ٿو جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هو نسخ - ثلث ۽ نستعليق خط جو ماهر هو. هيءُ سنڌ جو پهريون خطاط آهي، جنهن پنهنجي نالي پٺيان ٺٽويءَ جي نسبت لڳائي. هو پنهنجي همعصر ڪاتبن ۾ وڏي درجي وارو خطاط هو. دادو ضلعي ۾ ڪلهوڙا حاڪمن جي موجود مقبرن تي خطاطيءَ جو ڪم هن خطاط ڪيو هو.

**حبيب الله حبيب 'شهدادڪوٽي'**: سنڌ جو ناليوارو عالم ۽ شاعر، مولانا حبيب الله ولد مولانا سعد الله اعوان، 21 فيبروري 1869ع تي پنجاب جي ڳوٺ گاگن هٿان ضلعي ملتان ۾ ڄائو. هن درس نظاميءَ تائين تعليم پنجاب جي مختلف مدرسن ۾ حاصل ڪئي، جنهن کان پوءِ 1910ع ۾ پنجاب کي ڇڏي سنڌ ۾، شڪارپور تعلقي جي ڳوٺ 'ميان جي واند' ۾ اچي رهيو. جنهن بعد 1927ع کان وٺي شهدادڪوٽ ۾ سڪونت اختيار ڪيائين، جتي درگاهه صديقيه ۾ درس ۽ تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين ۽ درگاهه سان منسلڪ مسجد شريف ۾ جمعي جو خطبو ڏيندو هو. اها مسجد اڄ به 'حبيب مسجد' طور مشهور آهي. مولانا حبيب الله کي شاعريءَ جو ننڍپڻ کان ئي شوق هو. هن پهريان فارسي، سرائيڪي ۽ اردوءَ ۾ شاعري ڪئي ۽ اڳتي هلي سنڌي، پنجابي ۽ عربيءَ ۾ به شاعري ڪيائين. شاعريءَ ۾ نعت سندس پسنديده صنف هئي. سندس ڪلام ۾ حق، سچ جي پرچار ۽ معاشرتي براين تي تنقيد موجود آهي. مولانا حبيب الله شهدادڪوٽيءَ جي چونڊ سنڌي ڪلام جو مجموعو سندس شاگرد سيد گل محمد شاهه بخاريءَ ترتيب ڏئي 1992ع ۾ 'فڪرِحبيب' جي نالي سان ڇپرايو. سندس سنڌي، اردو ۽ فارسي ڪلام قلمي صورت ۾ گل محمد شاهه بخاريءَ وٽ موجود آهي، جنهن ۾ مثنوي 'ميلاد نامو' به شامل آهي.

حبيب الله اصل پنجابي هئڻ باوجود سنڌ ۾ رهي مڪمل سنڌي ٿي ويو. سنڌي ٻوليءَ سان بي انتها محبت جي جهلڪ سندس شاعريءَ مان ملي ٿي. هو 'شهدادڪوٽي' سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪندو هو. هن سموري عمر شادي نه ڪئي پيرسنيءَ ۾ اباڻي ڳوٺ گاگن ويو، جتي 5 جنوري 1992ع تي وفات ڪيائين.

**حبيب الله فڪري**: حبيب الله فڪري سليمان شوافي، 1907ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ پيدا ٿيو. سنڌ مدرسة الاسلام ۾ شاگرد ئي هو ته انگريزن خلاف گانڌيءَ پاران عدم تعاون جي تحريڪ شروع ٿي. هن عدم تعاون تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ تحريڪ آزاديءَ ۾ به حصو ورتائين. هو 'مسلم نيشنل گارڊ' جو سالار به هو. عمر جي آخري حصي ۾ انگريزي اخبار 'ڊان' ۾ ملازمت ڪيائين. حبيب الله فڪري شاعر، افسانه ۽ ڊرامانگار هو. ڪجهه عرصي تائين بزم ادب ۽ بزمِ نظاميءَ جي سيڪريٽري ۽ قليج لٽريري سوسائٽي ۽ جميعت الشعراء سنڌ جي جوائنٽ سيڪريٽريءَ جي حيثيت سان علمي، ادبي ۽ ثقافتي خدمتون ڪندو رهيو. انهيءَ کان سواءِ هفتيوار 'وحدت' ۽ ماهوار 'سخن ور' جو ايڊيٽر به رهيو.

هن 1974ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**حبيب الله قاضي، مولانا**: سنڌ جي معروف ديني مدرسي 'دارالهديٰ' ٺيڙهيءَ جو بنياد وجهندڙ مولانا حبيب الله ولد مولانا عبدالله قاضيءَ جو جنم 1890ع ڌاري ٺيڙهيءَ ۾ ٿيو. هيءُ پنهنجي دور جو هڪ جيد عالم ٿي گذريو آهي. هن ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان ورتي. ان کان پوءِ هيءُ هاليجي شريف وڃي مولانا حماداللہ جي مدرسي ۾ داخل ٿيو. جتي ڪجهه وقت تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ پنهنجي استاد جي چوڻ تي پير جهنڊي جي مدرسي 'دارالرشاد' ۾ شيخ الحديث مولانا محمد وٽ پڙهيو. ان ڪانسواءِ ديوبند وڃي علامه سيد انور جي درس حديث ۾ شريڪ ٿيو. اتان موٽي اچي پنهنجي

استاد حماد الله جي سرپرستيءَ ۾ ’مدرسي دارالهديٰ‘ جو بنياد رکيائين. اهو زمانو 1332هه مطابق 1911ع جو هو. جتي هن پنهنجي سڄي زندگي پڙهائڻ ۾ گذاري ڇڏي. هن 1958ع ڌاري وفات ڪئي.

**حبيب الله ڪلهوڙو** (رانديگر): فوٽ بال جو بهترين رانديگر استاد حبيب الله ڪلهوڙو، 11 نومبر 1936ع تي جيڪب آباد ۾ ڄائو. ابتدائي ۽ سيڪنڊري تعليم جيڪب آباد مان حاصل ڪيائين. 1978ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. اي جي ڊگري ورتائين. ڪيس ننڍپڻ کان ئي فوٽ بال راند جو تمام گهڻو شوق هو. اڳتي هلي 1954ع کان راند جي باقاعدي شروعات ڪيائين ۽ سنڌ جي فوٽ بال ٽيم جو ڪئپٽن مقرر ٿيو هيءَ 1968ع ۾ مشرقي پاڪستان ڪيڏڻ ويو 1988ع تائين سنڌ جي مختلف شهرن ۾ رانديون ڪيڏي ڪاميابي حاصل ڪيائين. ڪيترائي اوارڊ، تمغا، ڪپ ۽ ٻلا حاصل ڪيائين. هن بيسٽ ايٿليٽ جي حيثيت سان ريس، لانگ جمپ ۽ هاءِ جمپ ذريعي به ڪيترا انعام حاصل ڪيا. ڪيس 1958ع ۾ تعليم کاتي ۾ نوڪري ملي، جنهن ڪانپوءِ 1996ع ۾ رٽائر ٿيو رٽائرمينٽ ڪانپوءِ جيڪب آباد جي شاگردن کي راند جي سکيا ڏيندو آهي.

**حبيب الله مرزا، ڊاڪٽر**: نامور اديب استاد ڊاڪٽر حبيب الله ولد رحيم بخش مرزا جو جنم 02 فيبروري 1924ع تي حيدرآباد شهر ۾ ٿيو. پي. ايڇ. ڊي ڪيائين ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي مان پروفيسر طور 1982ع ۾ رٽائر ڪيائين. ڊاڪٽر حبيب الله مرزا هڪ استاد هئڻ سان گڏ ناليوارو اديب، مترجم ۽ محقق هو سندس تحريرون سنڌ جي مختلف رسالن ۽ ڪتابي سلسلن ۾ شايع ٿيل آهن. سندس مقالو ’ڊرامي جو اصل وطن‘ جولاءِ 1969ع جي ’پورب مخزن‘ ۾ شايع ٿيو انهيءَ مقالي ۾ هن ثابت ڪيو ته ’ڊرامي‘ جي صنف جي ابتدا سنڌ کان ئي ٿي آهي. هن شمس العلماء مرزا قليچ بيگ بحيثيت نثرنويس مختلف عنوانن هيٺ 9 بابن تي مشتمل ڊاڪٽريٽ جو مقالو لکيو ۽ 1979ع ۾ ڪيس پي. ايڇ. ڊيءَ جي ڊگري ملي. حبيب الله مرزا‘ جي تحقيقي مقالن ۾: (1) ’حيدرآباد وارو ستين جو آستان‘ (مهراڻ: 1989ع) ۽ (2) ’پراڻو ڪوٽ‘ (مهراڻ: 1978ع) مقبول آهن. هن هيٺيان ڪتاب به ترجمو ڪيا: (1) ’سنڌي ڊرامن جي تاريخ ۽ تنقيد‘، (2) ’پيار جو پيغام‘.

**حبيب الله ناريجو**: اڳوڻو ناليوارو شاگرد اڳواڻ حبيب الله ولد ميان محمد ابراهيم ناريجو 2 ڊسمبر 1950ع تي نئين ديري، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ مذهبي ۽ سياسي گهراڻي ۾ پيدا ٿيو



مئٽرڪ گورنمينٽ پائلٽ هائير سيڪنڊري اسڪول لاڙڪاڻي مان (1963ع): بي. اي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان 1968ع ۾ پاس ڪيائين، جتي هو 1967ع ۾ شاگرد يونين جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ان ڪانپوءِ ايم. اي سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري ۾ پڙهڻ لاءِ ويلو پر سياسي سرگرمين سبب ڪيس ريسٽيڪيٽ ڪيو ويو پوءِ حيدرآباد لا ڪاليج مان 1987ع ۾ ايل ايل بي جو امتحان پاس ڪيائين. پنهنجي دؤر جو هاڪاري شاگرد اڳواڻ رهيو اسڪول ۽ ڪاليج جي زماني جو سلو مقرر رهيو سندس ابتدا کان وٺي سياسي لاڙو مسلم ليگ طرف هو 1968ع ڌاري تنظيم ۾ ٻه گروپ ٿيا. سنڌ مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي هڪ ڌڙي جو صدر رهيو 1970ع جي اليڪشن ۾ پيپلزپارٽيءَ جي قائد ذوالفقار علي ڀٽي جي مخالفت ڪرڻ سبب مسلم ليگ جي قيادت ڪيس مسلم ليگ اسٽوڊنٽس فيڊريشن سنڌ جو ٻيهر صدر مقرر ڪيو هن چونڊن دوران بيگم نصرت ڀٽو جي گاڏيءَ تي پٿراءُ ڪيو ڪيس هڪ ڪيس ۾ ڇهه مهينا ٽيپ ۽ ڏهن ڦٽڪن جي سزا ڏني وئي. ٻيو دفعو 1972ع جي آخر ۾ هڪ مهيني لاءِ گرفتار رهيو 1973ع ۾ سنڌ يونيورسٽي اسٽوڊنٽس يونين جي صدارت جي عهدي تي بيلو ۽ هارايائين. 28 اپريل 1973ع تي سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ وفاقي وزير قانون عبدالحفيظ پيرزادي کي قانون جي اعزازي ڊگري ڏيڻ واري تقريب ۾ حفيظ پيرزادي کي ڪن شاگردن ڌڪ هنيو ان واقعي جو ڪيس مٿس داخل ڪري ڊسمبر 1973ع تي ڪيس گرفتار ڪري سکر جيل موڪليو ويو سال بعد آزاد ٿيڻ ڪانپوءِ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شامل ٿيو 1974ع ۾ ٻيهر گرفتار ٿيو جيل دوران 17 جنوري 1977ع تي جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو مرڪزي صدر چونڊيو ويو هن عهدي تي 2 دفعا چونڊيو هي لساني فسادن دوران ڇهن مهينن لاءِ سکر جيل ۾ قيد رهيو 1981ع تائين مختلف وقتن تي جيلن ۾ بند رهيو چوڌري ظهور الاهيءَ جي ورسيءَ ۾ شرڪت سبب جساف مان خارج ٿيو اڳتي هلي ٻيهر جيئي سنڌ تحريڪ جو ميمبر ٿيو ۽ حميده کهڙو جي حمايتي لڏي ۾ شامل ٿيو 1990ع وارن چونڊن ۾ حميده کهڙي جي قيادت ۾ پيپلزپارٽيءَ خلاف ورڪ ڪيائين ۽ جيئي سنڌ کي ڇڏي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو 1990ع جي چونڊن ۾ لاڙڪاڻي مان قومي اسيمبليءَ ۽ خيرپور مان صوبائي اسيمبليءَ جو فارم ڀريائين، پر ڪيس شڪست ملي. 1980ع ۾ شادي ڪيائين. هن شاگرد اڳواڻ کي ڪن نامعلوم ماڻهن حيدرآباد جي ريشم گليءَ ۾ گوليون هڻي 7 اپريل 1992ع تي قتل ڪري ڇڏيو سندس آخري آرامگاهه اباڻي ڳوٺ نئين ديري جي قبرستان ۾ آهي.

**حبيب بئنڪ پلازا**: حبيب بئنڪ پلازا هن وقت پاڪستان جي ٻيو نمبر ڊگهي ۾ ڊگهي عمارت ليکي وڃي ٿي، 1963ع ۾ قيام کان 2005ع تائين اها ملڪ جي پهريون نمبر اوچي عمارت جو درجو رکندڙ هئي. هن عاليشان پلازه جو آرڪيٽيڪٽ آمريڪي اڏاوتي ماهر ليو اي. ڊيلي هو 22 ماڙ تي مشتمل هن عمارت جي اوچائي 101 ميٽر (331 فوٽ) آهي، پر جنوري 2005ع ۾ جڏهن ايم. سي. بي ٽاور جي عمارت جڙي راس ٿي ته اها عمارت حبيب بئنڪ پلازه کان به اوچي قرار ڏني وئي. جنهن جي اوچائي 116 ميٽر (381 فوٽ) آهي، جڏهن ته ايم. سي. بي



ٽاور 29 ماڙ تي مشتمل عمارت آهي، جيڪا هن وقت پاڪستان جي اوچي ۾ اوچي عمارت جو درجو رکي ٿي.

**حبيب بئنڪ لميٽڊ**: حبيب بئنڪ ملڪ جي اوائلي بئنڪ آهي، جنهن جو هيڊڪوارٽر ڪراچيءَ ۾ آهي ۽ ان کي حبيب بئنڪ پلازا سڏجي ٿو. محمد علي جناح مسلم رياست ۾ معيشت جي ترقيءَ لاءِ سوچيندي، حبيب خاندان تي زور ڀريو ته هُو هڪ ڪمرشل بئنڪ قائم ڪن، جيڪا وقت جون معاشي تقاضائون پوريون ڪري سگهي. انهن حالتن کي ڏسندي، 1941ع ڌاري حبيب بئنڪ لميٽڊ جو بنياد رکيو ويو. پاڪستان جي قيام کان اڳ حبيب بئنڪ خانگي شعبي طور هڪ لميٽيڊ ڪمپنيءَ جي حيثيت ۾ قائم ٿي. 1944ع ۾ هن بئنڪ جي پهرين شاخ بمبئيءَ کان ٻاهر قائم ٿي، بعد ۾ تيزيءَ سان هن بئنڪ جون شاخون ايشيا کنڊ جي مختلف شهرن ۾ قائم ٿيڻ لڳيون.




پاڪستان تحريڪ جي اوج واري زماني ۾ هن بئنڪ کي اهو اعزاز حاصل هو ته هن بئنڪ ۾ قائداعظم رليف فنڊ، مسلم ليگ فنڊ جمع ٿيا. پاڪستان قائم ٿيڻ وقت هن بئنڪ جي رجسٽرڊ آفيس 17 آگسٽ 1947ع تي بمبئيءَ مان ڪراچيءَ منتقل ڪئي وئي ۽ تجارتي بئنڪ جي حيثيت سان سيني ڪمن ۾ بئنڪاري شروع ٿي. هن بئنڪ جون شاخون پاڪستان سميت سڄيءَ دنيا ۾ قائم ٿيون. هن وقت سڄي ملڪ ۾ هن بئنڪ جون 1450 ۽ دنيا جي مختلف ملڪن ۾ 55 شاخون آهن.

1974ع ۾ ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت ۾ ٻين ڪمرشل بئنڪن وانگر هن بئنڪ کي به قومي ملڪيت ۾ ورتو ويو ۽ 1998ع ۾ حڪومت ٻيهر هن بئنڪ کي نجي ملڪيت ۾ ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. هيءَ بئنڪ پاڪستان ۾ نجڪاريءَ جي حوالي سان ۽ پنهنجي گراهڪن کي جديد سهولتون مهيا ڪرڻ ڪري وڏي اهميت رکي ٿي ۽ هن جو شمار پاڪستان جي وڏين بئنڪن ۾ ٿئي ٿو.

**حبيب جالب**: اردوءَ جو مشهور مزاحمتي شاعر حبيب جالب، 28 فيبروري 1928ع تي هندستاني پنجاب جي ڳوٺ 'مياڻي افغانان'، ضلعي هوشيارپور ۾ ڄائو. سندس والده جو نالو رابعه بصري ۽ والد جو نالو صوفي عنايت الله هو. ڳوٺ ۾ قرآن شريف جي تعليم ورتائين. سندس وڏو ڀاءُ به سٺو شاعر هو. جنهن جي ملازمت سبب هنن جو خاندان پوءِ دهليءَ منتقل ٿيو جتي حبيب جالب اجميري گيٽ واري اينگلو عربڪ اسڪول ۾ پڙهڻ ويو. دهليءَ ۾ هيءَ وڏي ڀاءُ سان گڏ مشاعرن ۾ ويندو هو ۽ وقت جي وڏن شاعرن سان سونهو ٿيو. جالب هڪ انٽرويو ۾ ٻڌايو ته هيءَ جگر مراد آباديءَ مان گهڻو متاثر هو.



ورهاڱي بعد سندس ڪٽنب پاڪستان لڏي آيو. هتي اچي هن ڪراچيءَ جي جيڪب لائين اسڪول ۾ تعليم ورتي. اسڪول ۾ اڪثر استادن کي شعر پڙهي ٻڌائيندو هو. ڪجهه سال ڪراچيءَ ۾ رهڻ بعد هي لاهور منتقل ٿيو جتي اورينٽل ڪاليج ۾ داخلا ورتائين ۽ گڏوگڏ اخبار 'آفاق' ۾ ماهوار 75 روپيا پگهار تي نوڪري به ڪيائين. ٻيهر ڪراچيءَ موٽي آيو. سنڌ ۾ هن ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي 'هاري تحريڪ' ۾ به حصو ورتو. تحريڪ جي سرگرمين سبب پهريون ڀيرو ڪيس 1954ع ۾ گرفتار ڪيو ويو. هيءُ عوامي ٻوليءَ ۾ سادي ۽ سڌي انداز ۾ ترنم سان شعر چوندو هو.

حبيب جالب، ڪميونزم جو حامي هو. سندس سياسي وابستگي ڪميونسٽ پارٽيءَ سان هئي. ڪميونسٽ پارٽيءَ تي پابندي بعد هن نيشنل عوامي پارٽيءَ (نعپ) ۾ شموليت اختيار ڪئي. هن وقت جي آمرن ۽ جرنيلن تي سخت تنقيد ڪئي ۽ جيلن ۾ ويو. ايوب خان جي مارشل لا دوران هن چار سال جا قيد ۾ گذاريا. 'حيدرآباد سازش' ڪيس ۾ ڪيس گرفتار ڪيو ويو. جنرل ضياء الحق جي دور ۾ به حبيب جالب جيل ڪاٽيو. مجموعي طور هن ست سال جيل ۾ گهاريا.

بيباڪيءَ سبب ريڊيو، ٽي. وي تي شعر پڙهڻ جي مٿس پابندي مڙهي وئي. فاطمه جناح، ايوب خان خلاف چونڊن ۾ بيٺي ته هن سندس حمايت ڪئي ۽ نظم لکيا. هڪ دفعي نواب آف ڪالاباغ جي دعوت تي ايران جو شاهه رضا پهلوي پهتو ته سندس آجيان ۽ تفريح لاءِ فلم اسٽار نيلو کي رقص ڪرڻ لاءِ گهرايو ويو ۽ نيلو جي انڪار ڪرڻ تي پوليس ڪيس گرفتار ڪيو. ان واقعي کان متاثر ٿي حبيب جالب لکيو:

تُو ڪه نا واقفِ آدابِ شهنشاهي هي،
رقص زنجير پهن ڪر بهي ڪيا جاتا هي!

ان شعر کي بعد ۾ نيلو جي مڙس رياض شاهد فلم 'زرقا' ۾ گيت جي صورت ۾ پيش ڪيو هو. جڏهن ذوالفقار علي ڀٽو اقتدار ۾ آيو ته ساڻس ملاقات لاءِ هڪ ڏينهن حبيب جالب وٽس پهتو. چانهه پيئڻ بعد ذوالفقار علي ڀٽي کيس چيو ته: "جالب تون عوامي شاعر آهين. اسان جي پيپلز پارٽي به عوامي پارٽي آهي، پارٽيءَ ۾ شامل ڪڏهن ٿو ٿئين؟" تنهن تي جالب حُجت مان وراڻيو ته: "ڇا ڪڏهن سمنڊ به درياهه ۾ شامل ٿيو آهي!؟" اهو ٻڌي ڀٽي کيس چيو ته: "ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿيندو آهي، پر درياهه انڪار ڪندو آهي!" ڪجهه عرصي کانپوءِ حبيب جالب کي ڪنهن ڪيس ۾ پوليس گرفتار ڪيو هو. پر ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪم تي ڪيس آزاد ڪيو ويو. هن جنرل ضياء الحق جي دور ۾ سختين باوجود ضياء تي هڪ نظم 'ظلمت ڪو ضياء، صرصر ڪو صبا، بندي ڪو خدا ڪيا لکنا.....!' لکيو جيڪو گهڻو مشهور ٿيو. هن ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ به ڀرپور حصو ورتو.

هيءُ پنهنجي زندگيءَ ۾ نهايت ئي خوددار رهيو. آخري وقت ۾ جڏهن بيمار ٿيو ته حڪومت جي آڇيل مالي سهڪار کي به ٺڪرائي ڇڏيائين. سندس وفات 12 مارچ 1993ع تي ٿي. حبيب جالب جي ڇپيل ڪتابن ۾:

(1) برگ آواره، (2) سرِ مقتل، (3) عهدِ سِتم، (4) ذڪر بهتي خون ڪا، (5) گوشي مين قفس ڪي، (6) عهدِ سزا، (7) حرف سردار، (8) غنبدِ بيدار، (9) حرف حق، (10) ڪليات حبيب جالب شامل آهن.

**حبيب ساجد**: نئين ٽهيءَ جي ليکڪ، ترجمي نگار حبيب ساجد جو پورو نالو حبيب الله ولد رحمت الله بليدي آهي. سندس جنم 25 ڊسمبر 1968ع تي ڳوٺ گل محمد بلوچ، ضلعي خيرپور ميرس ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم ڳوٺ مان ۽ پرائمري اسڪول لقمان، خيرپورميرس مان



ڪيائين. ثانوي تعليم ڪجهه عرصو پائلٽ هاءِ اسڪول خيرپور مان پڙهي، مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول پريالوءِ مان ڪيائين. ايم. اي شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور مان آثار قديمه (آرڪيالاجي) جي مضمون ۾ ڪيائين. حبيب ساجد شاعريءَ جي شروعات 1990ع کان ڪئي. سندس شاعريءَ ۽ مضمون ماهوار ڪينجهر، نئين زندگيءَ ۽ ٻين رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجندا رهن ٿا. هن ڪيترو عرصو ماهوار ڪينجهر ۾ 'ڪافڪا جي ڊائريءَ' ۽ 'فهميده شرف بلوچ ڏي لکيل خط' جي سري هيٺ سلسلو هلايو. هن سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب کي دنيا ۾ متعارف ڪرائڻ لاءِ هڪ ادبي ويب سائيٽ www.sindhweb.com پڻ ٺاهي آهي. جنهن ۾ مختلف سنڌي اديبن جي خاڪن، مضمونن ۽ تصويرن سميت گهڻو ڪجهه ڏنو ويو آهي، جنهن کي اپ ڊيٽ ڪندو پيو اچي. حبيب کي فوٽوگرافيءَ سان به ڪافي چاهه آهي. حبيب ساجد جا هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) 'تنهنجي وٺي ڪانپوءِ' (شاعري: علي عابد ۽ ابراهيم ڪرل سان گڏ: 1995ع)، (2) 'چونڊ نوبل ڪهاڻيون' (ترجمو: ممتاز بخاريءَ سان گڏ: 1996ع). ان کان سواءِ هن پئبلو نرودا، امارو ۽ شيخ اياز جي چونڊ شاعريءَ تي 'چنڊ، سمنڊ ۽ خواب' عنوان سان ڪتاب ترتيب ڏنو آهي. حبيب ساجد ريلوي کاتي ۾ ملازم آهي.

**حبيب ڦل** (ديهه): تعلقي ميرواهه جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حبيب جي واند، ننگر سومرو، جعفر انڙ، جارڙي، تاج محمد سيال، گل حسن خاصخيلي، شير خان اعواڻ ۽ حاجي موريل انڙ.

**حبيب ڪوٽ** [1] (ديهه): تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حبيب ڪوٽ، ٽنڊا، بروهي (علي محمد بروهي)، حضور بخش شر، عبدالڪريم شر/ جتوئي، دادلو جتوئي، بنگل جتوئي ۽ نبي بخش جتوئي.

**حبيب ڪوٽ** [2]: حبيب ڪوٽ ضلعي شڪارپور، تعلقي ڳڙهي ياسين جو شهر ۽ ريلوي اسٽيشن آهي. روايت آهي ته هڪ صدي اڳ هتي مهر قبيلي جا ٻه پاڙا اچي آباد ٿيا. جن مان وڏي پاڙ پنهنجي گهر کي ڪوٽ ڏياريو جيڪو حبيب ڪوٽ سڏيو ۽ ننڍي پاڙ ڳوٺ کي ڪوٽ ڏياريو جيڪو 'شير ڪوٽ' سڏجڻ ۾ آيو. هن ڳوٺ ۾ مهرن جا 500 کان وڌيڪ گهر آهن. هتي ريلوي جي جنڪشن اسٽيشن آهي. جتان روهڙي، جيڪب آباد ۽ لاڙڪاڻي طرف ريل گاڏيون وڃن ٿيون. هتي ڇوڪرن لاءِ پرائمري ۽ مڊل اسڪول ۽ ڇوڪرين لاءِ پرائمري اسڪول موجود آهن.

**حبيب نائچ**: حبيب الله نائچ غلام شاهه ڪلهوڙي جي دور جو سياسي مدبر ۽ بهادر شخص ٿي گذريو آهي. غلام شاهه ڪيس محرم 1184هه/ مئي 1770ع ۾ ٺٽي جو ناظم مقرر ڪيو. مِيان سرفراز ڪلهوڙي جي دؤر ۾ جڏهن 1189هه/ 1775ع ۾ مير بهرام خان قتل ٿيو ته ان وقت هيءُ دربار ۾ موجود هو. هن ڪلهوڙن جو طرف ورتو ۽ مير صوبدار تي پريور حملو ڪيائين. حبيب نائچ آخر تائين ڪلهوڙن سان وفادار رهيو.

**حتف ميزائيل**: حتف، پاڪستان جو ڊگهي فاصلي تي مار ڪندڙ ميزائيل آهي. هن ميزائيل جو نالو رسول ڪريم صلعم جي تلوار جي نسبت سان 'حتف' رکيو ويو آهي. حتف جي معنيٰ ماريندڙ آهي ۽ اها تلوار رسول پاڪ جنگين ۾ استعمال ڪئي هئي. حتف I ۽ حتف II ترتيب وار حد (Range) 80 ۽



300 ڪلوميٽر آهي. هيءُ ميزائيل 500 ڪلوگرام وزني بم ٺيڪ نشاني تائين پهچائي سگهي ٿو.

**حج**: حج جي لغوي معنيٰ ارادو ڪرڻ آهي، يعني ارادو ڪري ڪنهن هنڌ وڃڻ. شرعي اصطلاح ۾ مڪي شريف وڃي ڪعبة الله شريف، عرفات، مزدلفه ۽ مِنيٰ وغيره جو ارادو ڪري طواف ۽ ٻيا حج جا مناسڪ ادا ڪرڻ ۽ مقرر اعمال ۽ آداب بجا آڻڻ کي حج چئجي ٿو.

حج، اسلام جي پنجن بنيادي رُڪنن منجهان آخري رُڪن آهي. قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ جو ارشاد آهي: "ماڻهن تي الله تعاليٰ جو هي حق آهي ته جيڪو اُن جي گهر تائين پهچڻ جي قوت رکندو هجي ته ان جو حج ڪري. (سورة: 3، آيت: 97) الله تعاليٰ، ڪعبة الله شريف کي حج لاءِ گڏ ٿيڻ جو



مرڪز قرار ڏنو هي خدا تعاليٰ جو پهريون گهر آهي، جيڪو انسانن (مسلمانن) لاءِ قبلو مقرر ڪيو ويو. قرآن جي حوالي سان اُن جي جاءِ مڪو شريف آهي. الله تعاليٰ جو فرمان آهي: "ياد ڪريو اهو وقت (اي محبوب)! جڏهن اسان (حضرت) ابراهيم (عليه السلام) لاءِ گهر (ڪعبي) جي جاءِ تجويز ڪئي... ۽ ماڻهن کي حج جي لاءِ عام اجازت ڏيئي ڇڏيو جو اهي اوهان ڏانهن هر پري کان پري هنڌان پيادا ۽

اُن تي سوار ٿي اچن. (سورة: 22، آيت: 27)

**حج جي حقيقت:** حج جي حقيقت اها آهي ته جتي خدا تعاليٰ جي رحمتن ۽ برڪتن جو بي انتها نزول ٿئي ٿو ان هنڌ تي ٻانهن جي خاص حاضري ٿئي. جيئن حضرت ابراهيم عليه السلام. الله تعاليٰ جي حڪم جي تعميل ڪندي لبيڪ چئي اتي حاضر ٿيو ۽ سندس حڪم موجب عمل ڪندي پنهنجي پياري پٽ، حضرت اسماعيل عليه السلام جي قرباني ڏني. قيامت تائين مسلمانن جي هت اچي وڏي ادب، احترام ۽ نياز نوڙت سان حاضري ڏيڻ جو مقصد، ان عظيم الشان قربانيءَ جي روح کي زنده ڪرڻ آهي. پڻ جيڪي عمل پاڻ قربانيءَ دوران ڪيائون سي سڀ اسان کي حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن. الله تعاليٰ جي حڪم سان عملي طور ڪري ڏيکاريا ۽ انهن کي قيامت تائين جي مسلمانن لاءِ سُنتِ ابراهيمي طور نافذ ڪري ڇڏيو. جيئن ٻانهو انهن تي وڏي پيار، پاٻوهه ۽ نياز نوڙت سان عمل ڪري الله تعاليٰ جي رضا حاصل ڪري دنيا ۽ آخرت جي ڪاميابي ماڻي سگهي. حج جي حقيقت ۽ فلسفي، مسائل ۽ احڪام متعلق بيانن سان ڪتاب ڀريا پيا آهن. هت فقط حج جي بنيادي ڳالهين جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو.

**حج جا فراض:** (1) احرام ٻڌڻ، (2) وقوفِ عرفات يعني 9 ذوالحج تي زوال کانپوءِ ڪا به گهڙي عرفات ۾ گذارڻ، (3) طواف زيارت ڪرڻ.

**حج جا واجبات:** (1) ميقات (جن هنڌن تان احرام ٻڌي حج يا عمري لاءِ اڳتي وڃجي) وٽ احرام ٻڌڻ، (2) صفا ۽ مروه پهاڙن جي وچ ۾ سعي ڪرڻ (ڊوڙڻ)، (3) شروعات صفا کان ۽ انتها يا اختتام مروه تي ڪرڻ، (4) سعي دوران (سواءِ ڪن مجبوريءَ يا عذر جي) پيادل هلڻ، (5) وقوف عرفات دوران سج لهڻ تائين لڳاتار اتي رهڻ (جيئن ٿورو حصو رات جو به شامل ٿي وڃي)، (6) ڏهه ذوالحج جي رات مزدلفه ۾ گذارڻ، (7) ڏهه ذوالحج جي فجر نماز کان پوءِ ڪجهه دير مزدلفه ۾ گذارڻ، (8) نَوَ ذوالحج واري مغرب نماز کي دير ڪري عشاء نماز سان ملائي مزدلفه ۾ پڙهڻ، (9) جمرن (شيطانن) کي ٽن ڏينهن تائين پٿريون هڻڻ، (10) رمي ڪرڻ (شيطان کي پٿريون هڻڻ) ۽ مٿي جا وار ڪترائڻ يا ڪوڙائڻ ۾ ترتيب جو لحاظ رکڻ يعني اول رمي ڪرڻ پوءِ قرباني ڪرڻ، ان کان پوءِ مٿو ڪوڙائڻ، (11) هر ڏينهن جي رمي ان مقرر ڏينهن تي ڪرڻ، (12) احرام مان نڪرڻ جي نيت سان مٿي جا وار ڪوڙائڻ يا ڪترائڻ، (13) جمرن کي قربانيءَ کان اڳ ۾ پٿريون هڻڻ، (14) قربانيءَ وارن ڏينهن ۾ مٿو ڪوڙائڻ، (15) مٿو حرم جي حدن اندر ڪوڙائڻ، (16) قرباني وارن ڏينهن (يعني ڏهين، يارهين ۽ ٻارهين) تي زيارت جي طواف جا گهٽ ۾ گهٽ چار چڪر لڳائڻ، (17) باقي ٽي چڪر طواف جا ادا ڪرڻ، (18) حطيم کان ٻاهر طواف ڪرڻ، (19) طواف وقت جسم جو حقيقي ۽ حڪمي نجاستن کان پاڪ هجڻ، (20) طواف جي شروعات، حجر اَسود کان ڪرڻ، (21) طواف دوران اوگهڙ ڍڪڻ، (22) اوگهڙ ڍڪڻ واري ڪپڙي جو پاڪ هجڻ، (23) طاقت هجي ته پيادل طواف ڪرڻ، (24) ساڄي کان کاٻي طرف طواف ڪرڻ، (25) حج قِران ۽ تمتع لاءِ قرباني ڪرڻ، (26) حج قران ۽ تمتع ۾ مٿي ڪوڙائڻ کان اڳ ۾ قرباني ڪرڻ، (27) حج قِران ۽ تمتع جي قرباني حرم جي حدن اندر ڪرڻ، (28) مڪي شريف جي حدن کان ٻاهران ايندڙ حاجين کي واپس ٿيڻ کان اڳ ۾ طواف وداع ڪرڻ، (29) احرام دوران منع ٿيل ڪمن کان بچڻ.

انهن سڀني عملن مان ڪو به رهيو ته حج ٿي ويندو پر ان تي دم لازم ايندو يعني ڏنڊ طور هڪ ٻڪري يا رڍ ذبح ڪرڻي پوندي.

حج ڪرڻ جا ٽي طريقا آهن:

(1) **حج افراد:** يعني حج جي نيت ڪري احرام ٻڌڻ.

(2) **حج قِران:** حج ۽ عمرو ٻنهي جي نيت ڪري احرام ٻڌڻ ۽ ٻنهيءَ جي مڪمل ادا ڪرڻ تائين احرام ۾ رهڻ.

(3) **حج تمتع:** حج جي ڏينهن ۾ حج ۽ عمرو ٻئي ادا ڪرڻ. اول عمري جي نيت ڪري احرام ٻڌڻ، عمرو ادا ڪري احرام لاهڻ ۽ پوءِ اٺين تاريخ حج جي نيت ڪري ٻيهر احرام پائڻ. پاڻ ڪريم ﷺ جن امت لاءِ حج تمتع کي ئي پسند فرمايو. پاڪستان ۽ هندوستان جا حاجي گهڻو ڪري تمتع حج ئي ادا ڪندا آهن.

اٺين ذوالحج تي صبح جو پاڪ صاف ٿي احرام پائي مٿو اگهاڙو ڪري حج جي نيت ڪرڻ کان پوءِ بلند آواز سان تلبيه: لَبَّيْكَ اَللّٰهُمَّ لَبَّيْكَ. لَبَّيْكَ لَا شَرِيْكَ لَكَ لَبَّيْكَ، اِنَّ الْحَمْدَ وَالنِّعْمَةَ، لَكَ وَالْمُلْكَ لَا شَرِيْكَ لَكَ ٥.
پڙهڻ شروع ڪجي ۽ بهتر آهي ته ڪوشش ڪري حرم شريف ۾ پهچي طواف ڪري ٻه رڪعتون نفل نماز ادا ڪري حج جي نيت حرم شريف ۾ ئي ڪري منيٰ ڏانهن روانو ٿجي ۽ واٽ تي تلبيه، ذڪر ۽ درود شريف پڙهندو وڃجي. منيٰ ۾ پهچي اهو ڏينهن ۽ رات اتي گذارجي ۽ اتي جا احڪام بجا آڻجن. نائين ذوالحج تي فجر جي نماز منيٰ ۾ ادا ڪري سج جي روشني ٿيڻ کان پوءِ ميدان عرفات ڏانهن روانو ٿجي، رستي ۾ تلبيه، ذڪر اذڪار استغفار درود شريف ۽ دعائون پڙهجن. ميدان عرفات پهچڻ وقت الله تعاليٰ جي حمد بجا آڻجي ۽ وقوف عرفه جا احڪام بجا آڻجن ۽ اتي ظهر ۽ عصر جون نمازون ملائي عصر جي نماز وقت امام جي پٺيان پڙهجن. جيڪي زوال کان پوءِ مسجد نمره ۾ امام صاحب خطبي ڏيڻ کان پوءِ پڙهائيندو آهي. جيڪڏهن ڪو مسجد ۾ پهچي نه سگهي ته اهو پنهنجي خيمي ۾ به پڙهي سگهي ٿو.

سج لهڻ سان ميدان عرفات مان مزدلف ڏانهن روانو ٿجي. مزدلفه پهچڻ کان پوءِ مغرب ۽ عشاءَ جون ٻئي نمازون هڪ آذان ۽ هڪ تڪبير سان عشاء جي وقت ادا ڪجن ۽ سڄي رات عبادت ۽ استغفار ۾ گذارجي. صبح جي نماز اول وقت ۾ ادا ڪري ڪجهه دير ترسي سج اڀرڻ کان ٿورو اڳ ۾ منيٰ ڏانهن روانو ٿجي. مزدلفه کان روانو ٿيڻ کان اڳ ۾ شيطان کي هڻڻ لاءِ ست ننڍيون پٿريون اتان ئي کڻجن. اهو 10 ذوالحج جو ڏينهن هوندو. (جنهن ڏينهن ٻين ملڪن ۾ مسلمان عيد نماز ادا ڪن ٿا. مڪي ۾ موجود حج ادا ڪندڙ کي ٻين احڪامن ادا ڪرڻ سبب عيد نماز ادا ڪرڻ جي معافي مليل هوندي آهي) ان ڏينهن منيٰ ۾ پهچي ٿورو ٽڪ ڏيجي، جمره عقبه (وڏي شيطان) کي پٿريون هڻجن ۽ پوءِ قربان گاهه تي وڃي قرباني ڪجي ۽ پوءِ مٿو ڪوڙائجي. ان موقعي تي عورتون چوٽيءَ مان فقط آڱر برابر وار ڪترائينديون. ان کان پوءِ احرام ڪوليو ويندو ۽ عام لباس پاتو ويندو. ان کان پوءِ طواف زيارت ڪبو ۽ صفا ۽ مروه جي وچ ۾ سعي ڪبي. سعي کان پوءِ حج جا فرضي احڪام پورا ٿي ويندا. 11 ذوالحج تي هڪ دفعو وري جمرن کي پٿريون هڻبيون. (برڪات الحرمين).

حج جي ادائگي کان پوءِ مديني شريف وڃي حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي روضي اطهر ۾ حرم نبيءَ جي زيارت کان شرف ياب ٿيڻو پوندو آهي ۽ اتي گهٽ ۾ گهٽ چاليهه فرض نمازون پڙهڻيون پونديون آهن.

**حج** (سورة): هيءَ قرآن پاڪ جي ٻاويهين سورة آهي ۽ هن ۾ ڏهه رڪوع ۽ 78 آيتون آهن. هن سورة مبارڪ ۾ حج جو موضوع بيان ٿيل آهي. هيءَ سورة مڪي ۾ نازل ٿي. هن جي نزول جي حوالي سان مفسرن ۾ اختلاف آهي. مفسرن جي خيال ۾ هن جو ابتدائي حصو مڪي ۾ هجرت کان ڪجهه وقت پهرين نازل ٿيو ۽ پنجويهين آيت کان اڳتي جو مديني ۾ نازل ٿيو هن سورة ۾ رب پاڪ ڄاڻايو آهي ته حق جي مخالفت ڪرڻ واري قوم تباهه ٿي ويندي آهي. حق جي فتح يقيني آهي ۽ دنيا جي ڪابه طاقت ان کي ڪاميابي کان روڪي نه ٿي سگهي. هن سورة ۾ حج جي فرضيت جو ذڪر آهي. قربانيءَ جو اصل مقصد ٻڌايو ويو آهي. مالي قربانين سان گڏ جان جي قرباني به ڏيڻ جو فرمايل آهي. هن سورة ۾ حق جي دشمنن کي انهن جي انجام کان واقف ڪيو ويو آهي ۽ مومنن جي باري ۾ ٻڌايو ويو آهي ته دنيا جي سڀني قومن کي توحيد جي تعليم ڏني وئي آهي ۽ هيءَ دين به اها ئي تعليم ڏئي ٿو. مقصد ته سورة حج ۾ شرڪ جي ڪمزورين کي واضح ڪيو ويو آهي. آخر ۾ مسلمانن کي خير جي انجام جي خوشخبري ڏيڻ سان گڏوگڏ اهو به سمجهايو ويو آهي ته ڪاميابي جو دارومدار خداپاڪ جي حڪمن تي عمل ڪرڻ تي منحصر آهي.

**حجاب**: (ڏسو: پردو. جلد ٽيون).

**حجاب امتياز علي**: اردوءَ جي نامور ليکڪا، ناول نگار، افسانہ نگار، ڊراما نويس ۽ مترجم، حجاب امتياز علي ڌيءَ نواب سر محمد اسماعيل، 4 نومبر 1908ع تي حيدرآباد دکن ۾ پيدا ٿي.



سندس والد دکن جو پهريون سيڪريٽري هو ۽ سندس والده عباسي بيگم پنهنجي دؤر جي نامور ليکڪ هئي. حجاب امتياز علي عربي، اردو ۽ موسيقيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ لکڻ جي شروعات مختلف ادبي رسالن ۾ افسانا، ناول ۽ ڊراما لکڻ سان ڪئي. ابتدا ۾ 'حجاب اسماعيل' جي نالي سان لکندي هئي. سندس ناول ۽ افسانا گهڻو ڪري 'تهذيب نسوان' رسالي ۾ شايع ٿيندا هئا، جنهن جو ايڊيٽر سندس مڙس امتياز علي تاج هو. فلائينگ ڪلب جي ميمبرشپ حاصل ڪرڻ کانپوءِ کيس برصغير جي پهرين هوا باز خاتون جو اعزاز حاصل ٿيو سندس شايع ٿيل ناولن ۾ 'ظالم محبت'، 'اڌورا' ۽ 'پاگل خانہ'، جڏهن ته افسانن ۾ 'نا تمام محبت'، 'ممي خانہ'، 'ڪالي حويلي'، 'لاش' ۽ 'هيبت ناڪ افسانہ' شامل آهن.

حجاب امتياز عليءَ 17 مارچ 1999ع تي لاهور ۾ وفات ڪئي.

**حجاج بن يوسف، ثقفي**: (ڏسو: ثقفي حجاج بن يوسف، جلد ٻيو).

**حَج اصغر**: ننڍو حج. عمري جي ادائگيءَ کي 'حَج اصغر' سڏيو ويو آهي، جنهن ۾ احرام ٻڌي مڪي ۾ اچبو آهي ۽ پوءِ بيت الله جو طواف ڪري صفا ۽ مروه ۾ ڊوڙي احرام لاهبو آهي. (وڌيڪ ڏسو: 'عمرو')

**حجام**: وار ڪٽيندڙ، سنوارت ڏاهيندڙ ۽ ٻهراڙين ۾ ختنو/ طهر سنت ڪندڙ کي حجام چيو ويندو آهي. اسلامي ريت موجب مسلمانن ۾ ٻار جي ننڍي عمر ۾ ان جو طهر ڪرايو وڃي ٿو (وڌيڪ ڏسو: ختنو جلد چوٿون). هيءَ مخصوص ڪرت آهي جنهن موجب هن ڪرت سان لاڳاپيل شخص طهر ڪرڻ مهل گهوٽ بڻايل ٻار جي ختني جي رسم ادا ڪندو آهي. ٻهراڙين ۾ هاري ناري حجمن سان آهت (هر ڇهه ماهي تي روڪ رقم بجاءِ اناج وغيره ڏيڻ) رکي ڪانئڻ پت، شادين، مرادين يا پت وغيره به رڌائيندا آهن. سنڌ ۾ هيءَ هڪ ذات به آهي. جيڪي اهڙو ڪم سر انجام ڏيندا آهن. جڏهن ته اڄڪلهه پاڪي ذريعي مختلف وچرندڙ بيمارين جي خدشي سبب اڪثر ماڻهو پنهنجي ٻارن جي سنت طهرواري رسم ڊاڪٽر کان ڪرائيندا آهن.

**حجامڙو**: حجامڙو ضلعي ٺٽي ۾ سنڌونديءَ مان نڪرندڙ هڪ ڦاٽ آهي.

- تعلقي گهوڙا ٻاريءَ ۾ هڪ ديهه جو نالو پڻ حجامڙو آهي.

**حجامڻ**: ڪاري جي مڇيءَ جو هڪ قسم، جنهن مڇيءَ جو وات وڏو مٿان ڳاڙهو ۽ هيٺان اڇو ٿئي ٿو. هيءَ مڇي هڪ فوٽ ڊگهي ۽ هڪ فوٽ ٿلهي ٿئي ٿي.

- هن نالي سان سنڌ ۾ هڪ ذات به آهي، ڊگهڙي تعلقي ۾ هڪ ديهه جو نالو به حجامڻ آهي.

**حج بيت الله** (ڪتاب): هن ڪتاب جي ليکڪا ڊاڪٽر خالده سڪندر آهي. هيءَ ڪتاب حج جي طور طريقن بابت قرآن ۽ حديث جي روشنيءَ ۾ لکيو ويو آهي. ڪتاب ۾ حج جي سفر لاءِ هدايتون، دعائون، لباس، احرام، عمري ۽ حج ادا ڪرڻ جا طريقا ۽ انهن جي فضيلت بيان ڪئي وئي آهي. ان ڪانسواءِ ڪعبة الله شريف جو تاريخي پسمنظر، حجر اسود، ڪعبي جي خلاف، طواف جو طريقو ۽ هدايتون، آبِ زم زم ۽ سعي جي حقيقت به بيان ڪئي وئي آهي. هن ڪتاب ۾ عمري ۽ حج بابت سمورو احوال موجود آهي. ان ڪانسواءِ زيارتن جو به تفصيلي ذڪر آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ سال 1998ع ۾ شايع ڪيو. ڪچي جلد ۽ ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪُل 290 صفحا آهن ۽ هديو فقط هڪ سؤ روپيا آهي.




**حجت**: حجت عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ: ثبوت، برهان، دليل آهي. قرآن مجيد ۾ 'حجت' جو لفظ اهڙي دليل جي معنيٰ ۾ ڪم آندو ويو آهي، جنهن سان حق واضح ۽ باطل ختم ٿئي. امام راغب چوائي 'حجت' ان دليل کي چئبو آهي، جنهن ۾ صحيح مقصد جي وضاحت هجي. عام طور 'حجت' جو لفظ دليل جي معنيٰ ۾ ئي ڪم ايندو آهي. ابن سينا 'حجت' کي وسيع معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي. علم ڪلام ۾ حجت جي اصطلاح جو استعمال دليل سان گڏ بار بار آيو آهي. امام غزاليؒ وٽ 'حجت' جو لفظ قائل ڪرڻ واري دليل جي معنيٰ ۾ ڪم آيو آهي. جيڪا قبوليت ۽ انصاف جي تقاضا ڪندي آهي. فلسفي ۽ علم الڪلام جي اصطلاحن ۾ 'حجت' جون مختلف معنائون آهن. ڪڏهن اهو لفظ دليل جي گڏيل معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي، حديث جي اصطلاح ۾ 'حجت' ان شخص کي چوندا آهن. جنهن کي ٽي لک حديثون ياد هجن ۽ اهو انهن جي راوين متعلق پوري بصيرت رکندو هجي.

**حجر**: منع ڪرڻ، روڪڻ. ڪنهن کي اختيارن کان روڪڻ کي 'حجر' چوندا آهن. حجر لاڳو ٿيڻ جا سبب ٽي آهن. صغير سني، غلامي ۽ جنون يعني انهن ٽنهي صفتن مان ڪا به هڪ صفت هوندي ته ان کي مال مان خرچ ڪرڻ کان روڪيو ويندو. ايستائين جو اها صفت ان مان ختم ٿي وڃي. جيڪڏهن ٻار بالغ ٿي وڃي، پر اهو جيستائين نفعي ۽ نقصان ۾ فرق سمجهڻ جي قابل ٿئي تيستائين ان کي مال نه ڏنو ويندو. صاحبِ مال جڏهن تميز وارو ٿيندو ته بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي مال ان جي حوالي ڪيو ويندو. تميز جي تفريق ۾ فقيهن اختلاف ڪيو آهي. امام ابو حنيفہ امام مالڪ ۽ امام احمد بن حنبل تميز جي تفريق هن طرح ڪئي آهي ته تميز ان هوشياري ۽ دانائيءَ جو نالو آهي، جنهن جي ڪري چوڪرو پنهنجي مال جي اصلاح ڪري ۽ پنهنجي مال کي وڃائي ۽ بيڪار خرچ نه ڪري. امام شافعيءَ وٽ تميز اها شيءِ آهي، جنهن سان دين ۽ دنيا جي اصلاح ٿيندي هجي. حجر جن ماڻهن تي لاڳو ٿي سگهي ٿو اهي هي آهن:

(1) نابالغ، (2) غير عاقل، (3) غير ذميوار ۽ خاص ڪري فضول خرچ ڪندڙ، (4) سجو، جنهن جو ڏيوالو نڪري ويو هجي.، (5) غلام. حجر پاڻ مرادو لاڳو ٿي ويندو آهي يا وري قاضي جي طرفان عائد ڪرڻ جي ضرورت ٿيندي آهي. *(شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا)*

**حجرات، سورة**: سورة حجرات قرآن پاڪ جي اوڻهونجاهين سورة آهي. هن ۾ ٻه رڪوع ۽ ارڙهن آيتون آهن. هيءَ سورة مديني ۾ نازل ٿي. هن صورت جي چوٿين نمبر آيت ۾ 'الحجرات' جو لفظ آيو آهي ۽ اهو ئي هن جي نالي پوڻ جو ڪارڻ آهي. هن سورة ۾ مسلمانن کي آداب سيکاريل آهن. ڪين الله ۽ ان جي رسول صلي الله عليہ وسلم جي حڪمن کي هر وقت ڌيان ۾ رکڻ سان گڏ سمجهايو ويو آهي ته هر قسم جي افواهن تي يقين نه ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن ڪنهن فرد يا قوم بابت ڪو به اطلاع ملي ته ان جي صحيح نموني تحقيق ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن مسلمانن جي ٻن ڌرين ۾ فساد ٿي پوي مسلمانن کي هڪ جماعت جي حيثيت ۾ انهن ۾ هڪدم ٺاهه ڪرائڻ گهرجي ۽ ظالم ٽولي خلاف جنگ لاءِ تيار رهڻ گهرجي. هن سورة ۾ اها تعليم ڏني وئي آهي ته اهي ڳالهيون جيڪي اجتماعي زندگيءَ ۾ فساد پيدا ڪن ۽ قريبي لاڳاپن کي بگاڙين ، تن کان پري رهجي، يعني هڪ ٻئي جي مذاق ٽوڪ اڏائڻ ۽ طعني تنڪي کان روڪيو وڃي. هن سورة ۾ نسلي فرق ڪانسواءِ برابريءَ جو مقام قائم ڪيو ويو آهي ۽ ٻڌايو ويو آهي ته رب العالمين جي نظر ۾ ڪو به ننڍو وڏو ۽ گهٽ وڌ نه آهي، انسانيت جي دائري ۾ سڀ انسان برابر آهن. الله ۽ ان جي رسول ﷺ جي حڪمن جي پابنديءَ جي تاڪيد ڪئي وئي آهي. هن سورة جي آخر ۾ ٻڌايو ويو آهي ته ايمان بابت زباني دعويٰ جي ڪا به وقعت نه آهي، جيستائين ان تي عمل نه ٿئي. مسلمان لاءِ لازمي آهي ته ايمان آڻڻ سان گڏ عمل به ڪري. *(شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا)*.

**حجر اسوَد**: هي مقدس پٿر ڪعبة الله شريف ۾ نصب ٿيل آهي، جنهن کي حاجي سڳورا طواف ڪرڻ وقت چمندا آهن. هي پٿر ڪعبة الله شريف جي ڏکڻ ۽ اوڀر واري ڪُنڊ وٽ ديوار تي لڳل آهي. هن پٿر جي ويڪر تقريباً ست انچ آهي، هن کي ويجهو ٿي ڏسبو ته ٻارهن کان وڌيڪ حصن ۾ نظر ايندو جن کي جڙ ڪنهن مصالي سان ڳنڍيو ويو هجي. شايد ڪنهن زماني ۾ ڪنهن سبب جي ڪري ڀڄي پيو هجي ۽ اُن کي ٻيهر ڳنڍيو ويو هجي. هن پٿر جي ماهيت معلوم ڪرڻ گهڻي ڏکي آهي، ڇو جو گهڻو زمانو گذرڻ ۽ حاجين سڳورن جي لاتعداد چُهڻ ۽ چمين ڏيڻ سبب هن جي سطح عجيب ٿي وئي آهي ۽ سندس رنگ تبديل ٿي ويو آهي. سندس مضبوطيءَ لاءِ هن جي ٻاهران چانديءَ جو ٿلهو ڪڙو چاڙهيو ويو آهي، جنهن ۾ سونَ جي ملاوٽ آهي.

حجر اسود ڪٿان آيو ان بابت مڪمل ويساهه جوڳي پروڙ ڪانهي. حضرت ابنِ عباس ؓ جي هڪ روايت موجب حضور پاڪ صلي الله عليہ وسلم جن فرمايو ته حجر اسود جنت مان آيو هو ان وقت ان جو رنگ کير کان وڌيڪ سفيد هِرڪ وانگر هو مگر انسانن جي گناهن ان کي ڪارو ڪري ڇڏيو. عتيق جي عهدنامي ۾ به هڪ پٿر جو ذڪر آيو آهي، ٿي سگهي ٿو ته هي اُهو



ئي هجي. ڪتاب زبور ۽ انجيل ۾ به هڪ قدرتي پٿر جو ذڪر آيو آهي. غالباً هي اُهو هي پٿر هجي. ڪعبة الله جي پهرين تعمير وقت به هي پٿر ان ۾ موجود هو 606ع ۾ جڏهن حضور پاڪ صلي الله عليہ وسلم جي عمر مبارڪ اجا 25 سال هئي، تڏهن سيلاب سبب ڪعبة الله شريف جي عمارت کي نقصان پهتو ۽ قريش ان کي ٻيهر تعمير ڪرڻ لڳا. جڏهن پٽيون ماڻهوءَ جي قد جيتريون مٿي ٿيون ته حجر اسود لڳائڻ جو مسئلو پيش آيو ۽ قبيلن ۾ جهڳڙو ٿي پيو هر قبيلي جي گُهر هئي ته اها سعادت ڪيس نصيب ٿئي. ان وقت حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جهيڙي ٽارڻ لاءِ هي طريقو اختيار ڪيو جو حجر اسود کي هڪ چادر ۾ رکرائي سڀني قبيلن جي پرٻي مڙسن کي اُن چادر جي چئني ڪندن کان هٿ وجهي کڻڻ جو حڪم فرمايائون. سڀني هٿ وجهي مٿي ڪٽي اُن جڳهه تي آندو جتي ان کي لڳائڻو هو. تڏهن پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وسلم حجر اسود کي چادر تان کڻي پنهنجي هٿن مبارڪن سان ڪعبي جي ديوار ۾ لڳايو چون ٿا ته حضرت عبدالله بن زبير جي زماني ۾ ڪعبي شريف کي باهه لڳي هئي، جنهن ڪري حجر اسود ٽن وڏن ۽ ڪيترن ئي ننڍڙن ٽڪرن ۾ ڦاٽي پيو هو جن کي ابنِ زبير ؓ گڏ ڪري چانديءَ ۾ مڙهايو هو ان ڪانپوءِ 1268ع ۾ سلطان عبدالمجيد ترڪ ان کي سونَ جي فريم ۾ مڙهايو 1281ع ۾ سلطان عبدالعزيز ان کي چانديءَ جو فريم لڳرايو ۽ 1366ع ۾ ان جي فريم جي درستي ڪئي وئي. حجر اسود، ڪعبة الله شريف جي

جنهن ڪُنڊ ۾ لڳل آهي، اُن ڪُنڊ جي سامهون بيهڻ سان بيت المقدس ڏانهن پڻ مُنهن ٿيندو. ان ڪري حجر اسود جي سامهون واري (ڪعبي شريف جي) ڪُنڊ کي ’رُڪنِ شامي‘ سڏجي ٿو. ان ڪُنڊ ۾ انهيءَ پٿر کي لڳائڻ جو مقصد هيءُ آهي ته ڪعبةالله شريف جو طواف شروع ۽ ختم ڪرڻ جي نشان جو ڪم ڏي. هر طواف پوري ٿيڻ کان پوءِ حجر اسود کي چمي ڏيڻي سگهجي ٿي ۽ هٿ به لڳائي سگهجي ٿو ۽ پڻ سيني سان لڳائي سگهجي ٿو (شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا). حديثن جي مشهور ڪتابن ’مسند احمد‘ ۽ ’طبراني‘ جي روايتن موجب حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جو فرمان ڄاڻايل آهي ته جيڪو شخص حجرِ اسود ۽ رُڪن يماني (مقامِ ابراهيم) کي ڇُهندو يا چمي ڏيندو ته اُن جا گناهه ڇڻي ويندا ۽ پڻ ان لاءِ حجرِ اسود قيامت ۾ شاهدي ڏيندو.

الترغيب ج:2، ص: 194 ۾ حديث شريف جي حوالي سان ڄاڻايل آهي ته جنهن شخص حجرِ اسود کي چُمي ڏني، تنهن ڄڻ الله تعاليٰ جي سڄي هٿ سان هٿ ملايو. حضرت امير عمر رضه، حجرِ اسود کي چمي ڏيڻ وقت چيو هو ته اي حجرِ اسود! توکي آءٌ اُن ڪري ٿو چمي ڏيان جو منهنجي آقا و موليٰ حضرت محمد صلي الله وسلم چُمي ڏني آهي.

**حَجَرُ اليَهُود:** هڪ قسم جو پٿر. جنهن کي حڪيم ٻُڪيءَ (ڳڙدي) جي پٿريءَ لاءِ دوا طور ڪم آڻيندا آهن. هن پٿر کي ’سنگِ يهود‘ به سڏيو ويندو آهي.

**حجر، سورة:** حجر قرآن مجيد جي 15هين سورة آهي. هيءَ سورة مڪي ۾ نازل ٿي، هن ۾ ڇهه رڪوع ۽ 99 آيتون آهن. حجر جي معنيٰ پٿر آهي. هن سورة ۾ ان قوم جو ذڪر آهي، جيڪا مڪي جي ويجهو ’الحجر‘ واديءَ ۾ رهندي هئي. هن سورة ۾ هڪ ته انهن ماڻهن کي تنبيهه ڪئي وئي آهي، جن نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم پاران ڏنل دين اسلام جي دعوت قبولڻ کان انڪار ڪيو هو ۽ سندن راهه ۾ رڪاوٽ بنيا ۽ مزاحمت ٿي ڪيائون. ٻئي طرف هن سورة ۾ پاڻ سڳورن کي تسلي ڏني وئي ۽ سندن همت افزائي به ڪئي وئي آهي. ٻهرئين رڪوع ۾ ٻڌايل آهي ته شيطان، انسان کي نابود نه ٿو ڪري سگهي، ٻين جي پويان لڳندڙ ماڻهو زندگيءَ جي مقصد ماڻڻ ۾ ناڪام رهندو آهي هن سورة ۾ لوط ۽ شعيب عليه السّلام جي قومن ۽ قوم هود جي تباهيءَ ۽ بربادي‍ءَ جو ذڪر ڪري، اسلام جي مخالفن کي سمجهاڻي ڏني ويئي آهي.

**حجره حضوري:** مذهبي اڏاوت واري قسم جو قديم ماڳ، جيڪو ٺٽي جي جامع مسجد جي ڏکڻ اولهه واري ڪنڊ ۾ آهي. روايت آهي ته اُتي مخدوم ابوالقاسم نقشبندي عبادت ۾ ويهندو هو. مخدوم ابو القاسم ٺي ان تي حضوري حجرو نالو رکيو هيءُ حجرو مسجد کان ٻه سؤ وکن جي فاصلي تي موجود آهي. هتي قائم مسجد 1962ع تائين موجود هئي.

**حجة الاسلام امام غزاليؒ** (ڪتاب): امام غزالي رح جي سوانح عمريءَ تي مشتمل هن ڪتاب جو مرتب غلام اصغر وندير رح آهي. هيءُ ڪتاب ٻهريون ڀيرو ’حجة الاسلام‘ جي نالي سان 1964ع ۾ ’مستقيم بوڪ ڊيپو گمبٽ‘ پاران شايع ڪيو ويو هو ۽ هي ان جو ٻيو ڇاپو 2007ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي، واڳنو در، شڪارپور پاران شايع ڪيو آهي. ڪتاب ۾ امام غزالي رح جي زندگيءَ جي باري ۾ ڀرپور ڄاڻ ڏني وئي آهي. ڪتاب جي ٻهرين حصي ۾ ننڍا ننڍا عنوان ڏئي امام غزاليءَ جي سوانح عمري ڏني وئي آهي. ٻئي حصي ۾ امام غزالي رح جا اهي خط ڏنا ويا آهن، جيڪي هن بادشاهن، وزيرن ۽ اميرن ڏانهن لکيا هئا. ٽئين حصي ۾ امام صاحب جي تصنيفن جو تفصيل ڏنو ويو آهي. رنگين ٽائٽل ۽ پڪي جلد سان، 236 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 120 روپيا آهي.

**حداد حاجي محمد:** سنڌ جي نامياري مرثيي گو شاعر ۽ اديب حاجي محمد حداد جو جنم 1851ع ڌاري ٿيو. هيءُ خيرپور رياست جي تيورا خاندان مان هو. هو خيرپور رياست جي توپخاني جو منتظم هوندو هو ۽ ماتم جي مجلس ۾ سوز خواني پڻ ڪندو هو. سندس مرثين ۾ رواني ۽ رنگيني آهي. هو سنڌيءَ سان گڏ اردوءَ ۾ به مرثيا چوندو هو. سندس تصنيفن ۾: ’قرآن شريف جو ترجمو‘، ’چار درويشن جو قصو‘ ۽ ’مرثين جو بياض‘ شامل آهن. هن 1911ع ڌاري وفات ڪئي.

**حداد، محمد علي:** مشهور اديب ۽ محقق محمد علي حداد، 14 آگسٽ 1939ع تي خيرپور ميرس ۾ جنم ورتو. هيءُ ابتدائي ۽ ڪاليجي تعليم حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ 1970ع واري ڏهاڪي ۾ ناز پائليٽ هاءِ اسڪول



خيرپور ۾ استاد مقرر ٿيو. جتي تعليم ۽ تدريس سان گڏ اسڪائوٽن جي به رهنمائي ڪندو رهيو. هن کي حضرت سچل سرمست ۽ خيرپور رياست جي تاريخ سان ابتدا کان وٺي لڳاءُ رهيو. هن 1981ع کان سچل سرمست بابت ڇپيل مضمونن ۽ ڪتابن جي ببليوگرافي لکڻ شروع ڪئي ۽ 1982ع ۾ ’سچل جي ببليوگرافي‘ عنوان سان سندس ڪتاب ڇپيو. جنهن تي ڪيس 1983ع ۾ ’سچل اوارڊ‘ ڏنو ويو. هن ڪجهه وقت خيرپور جي تاريخ تي ڪم ڪيو ۽ خيرپور ضلعي سان وابسته ماڳن مڪانن، عمارتن وغيره جا فوٽو به گڏ ڪيا، پر اهو ڪم سندس وفات تائين مڪمل ٿي نه سگهيو. 1981ع کان سچل يادگار ڪميٽيءَ پاران ميلي جي موقعي تي ’سرمست‘ رسالو نڪرڻ شروع ٿيو. جنهن جو ايڊيٽر ۽ مرتب ڊاڪٽر تنوير عباسي هو. ٻهرئين پرچي کان وٺي اياز گل، تنوير عباسيءَ جو ٻانهن ٻيلي ٿي ڪم ڪيو. جڏهن ته ٻارهين پرچي (1992ع) کان وٺي زندگيءَ جي آخري پساهن (1999ع) تائين ان جو مرتب رهيو.1988ع ۾ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي، خيرپور پاران ’سچل چيئر‘ قائم ٿي. جنهن جي ڊائريڪٽر ڊاڪٽر نيلوفر شيخ ۽ صلاحڪار ڊاڪٽر تنوير عباسي مقرر ٿيو ڊاڪٽر تنوير، محمد علي حداد کي پاڻ وٽ ڊيپوٽيشن تي گهرائي ورتو ۽ سچل چيئر پاران جڏهن ’آشڪار‘ رسالو شروع ڪيو ويو ته ان جو ايڊيٽر اياز گل ۽ ٻانهن ٻيلي محمد علي حداد ٿيو. چئن پرچن (مارچ 1993ع) تائين محمد علي حداد هن رسالي جو ٻانهن ٻيلي رهيو. 1994ع ۾ ڊاڪٽر تنوير عباسي سچل چيئر تان استعيفا ڏئي هليو ويو ته ترت پوءِ محمد علي حداد به ڊيپوٽيشن ختم ڪرائي ’ناز هاءِ اسڪول، خيرپور‘ ۾ وري جي استاد ٿيو. 1995ع جي شروعات ۾ محمد علي حداد ڪجهه عرصو ڊپٽي ايجوڪيشن آفيسر به ٿيو.

محمد علي حداد، ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ سان گڏجي سچل سيمينارن، ادبي ڪانفرنسن ۽ سرمست ۽ آشڪار رسالي جي ترتيب ۾ وڏو مددگار رهيو. محمد علي حداد، آگسٽ 1999ع ۾ تعليم کاتي مان رٽائر ڪيو جنهن کان ٻه مهينا پوءِ 7 آڪٽوبر 1999ع تي وفات ڪري ويو. محمد علي حداد جو علمي پورهيو هن ريت آهي: (1) ’سچل ببليوگرافي‘ (1982ع: اها ببليوگرافي محمد علي حداد اڳتي وڌائي 1999ع تائين ترتيب ڏني هئي)، (2) ’حاميءَ جو ڪلام‘ (1983ع)، (3) ’محمد علي حداد جا مقالا‘ (سچل چيئر پاران انهن کي ترتيب ڏئي 2010ع ۾ ڇپايو ويو آهي.)، (4) ’تاريخ خيرپور‘ (اڻ ڇپيل مسودو).

محمد علي حداد جي مقالن ۾ خاص ڪري: (1) ’ويهين صدي- سچل جي صدي‘ (1989ع)، (2) ’سچل جو پهريون سيرت نگار: فقير قادر بخش بيدل‘ (1991ع)، (3) ’سچل سائين جو اصلوڪو اردو ڪلام‘ (1983ع)، تحقيق جي حوالي سان نهايت مستند ۽ معياري مواد مهيا ڪن ٿا.

ڊاڪٽر تنوير عباسي، محمد علي حداد کي هميشه تحقيقي ڪم ۾ پاڻ سان گڏ رکيو. خاص ڪري سچل جو مستند ۽ معياري رسالو ترتيب ڏيڻ لاءِ ڊاڪٽر صاحب جيڪو تحقيقي ڪم ڪيو، ان ۾ محمد علي حداد مختلف رسالن ۾ موجود بيتن ۽ انهن جي پڙهڻين جي پيڙا ۾ سندس وڏي مدد ڪئي. هن رسالي جي مستند متن جو 80 سيڪڙو ڪم ٿي چڪو هو، پر پنهنجي (تنوير ۽ حداد) جي وفات سبب اڌورو رهجي ويو.

**حدر واهه:** هيءُ واهه، ٿڏي واري نئن مان زمين کي آباد ڪرڻ لاءِ کوٽايو ويو. جيڪو ڄامشوري ضلعي جي مول واري علائقي کان وهي ايندڙ ’ٿڏي نئن‘ گنداڪي کان پوءِ ديهه حدر واهه جي حدن مان گذري ڪراچي ضلعي ۾ داخل ٿئي ٿو. انهيءَ ديهه مان ديم کان پوءِ ٿڏي نئن مان هڪ ڇاڙ (شاخ) ڪونڪر نالي سان الڳ ٿئي ٿي. ڏُنبا ڳوٺ کان اڳ ۾ حدر واهه بيهر ٿڏي نئن سان وڃي ملي ٿو.

- ٽپي گڏاپ، تعلقي ڪراچيءَ جي هڪ ديهه جو نالو، جنهن جي پويان ’حدر واهه‘ ڪوٺايل آهي.

**حديبيه:** عربستان جو هڪ هنڌ، جتي 628ع ۾ حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ۽ قريشن جي وچ ۾ صلح نامو ٿيو. هي علائقو مڪي کان 30 ميلن جي مفاصلي تي پهاڙين جي خاتمي واري هنڌ آهي. اسلام جي ابتدائي


صلح حديبيه وارو هنڌ

ڏينهن ۾ هتي هڪ کوهه موجود هوندو هو. جيڪو حاجين ۽ مسافرن جي پاڻيءَ جو اهم ذريعو هو. هتي هڪ وڻ به موجود آهي، جنهن جي هيٺيان نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم اصحابين کان جان نثاريءَ جو واعدو ورتو هو. ان ڪري ان وڻ کي هيٺئر وڏي اهميت حاصل آهي. هن هنڌ بابت قرآن شريف ۾ آيل آهي ته: ”اي رسول! جيڪي ماڻهو تو سان بيعت ڪري رهيا هئا، اهي اصل ۾ الله سان بيعت ڪري رهيا هئا، انهن جي هٿ تي الله جو هٿ هو ۽ هاڻي جيڪو ان واعدي کي ٽوڙيندو، ان جي واعدي خلافيءَ جو وبال ان جي ذات تي پوندو ۽ جيڪو هن واعدي سان وفا ڪندو، چڻ ان الله سان وفا ڪئي ۽ الله تمام جلد ان کي وڏو اجر ڏيڻ فرمائيندو.“

هن هنڌ تي ڪنهن به آبادي وغيره جا نشان موجود ناهن. اڄڪلهه هيءَ جڳهه پوليس جي چوڪيءَ طور ڪتب اچي ٿي. رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم پاران صلح حديبيه جهڙو معاهدو هن هنڌ تي ٿيڻ ڪري هن جاءِ جي وڏي اهميت آهي.

**حديث:** حديث جي لغوي معنيٰ آهي: ڳالهه، خبر، نئين شيءِ ۽ اصطلاحي معنيٰ ۾ حديث ان خبر يا ڳالهه کي چئبو آهي، جنهن ۾ حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جو قول، فعل يا وعظ، نصيحت ۽ حڪم بيان ٿيل هوندو آهي. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن پنهنجي بيان کي ’حديث‘ جو نالو پاڻ ڏنو ته جيئن ٻين جي ڳالهين ۽ سندن ڪلام ۾ فرق نمايان رهي. پاڻ ڪريمن ﷺ اهو به چاهيو ٿي ته سندن حديث جي حفاظت ۽ روايت عام ٿئي. انهي ڪري پاڻ جڏهن به گفتگو ڪندا هئا ته نهايت آرام سان آهستي ۽ کولي بيان ڪندا هُئا، جيئن ٻڌندڙ پوري ريت سمجهي ۽ سکي سگهن. ضروري ڳالهين کي ته ٽي ٽي دفعا به ورجائيندا هئا. پاڻ سڳورن جو مقصد نه فقط حاضرين کي حديث سيکارڻ هو، پر اهو به تاڪيدي حڪم هو ته اوهان جيڪي ڳالهيون مون کان ٻڌو ٿا، سي ٻين تائين به پهچايو. پاڻ اهو به فرمايائون ته: ”الله تعاليٰ ان شخص جي چهري کي رونق ۽ تازگي بخشي، جنهن منهنجي ڳالهه ٻڌي ۽ ان کي ياد ڪيو. ايستائين جو ان شخص تائين پهچايائين جنهن نه ٻڌي هئي.“ انهن سمورين ڳالهين جي باوجود پاڻ سڳورن حديث جي صحت قائم رکڻ لاءِ ارشاد فرمايو ته: ”جنهن شخص پنهنجي هٿ ٺوڪي ڳالهه کي منهنجي حديث ڪري پيش ڪيو ته ان جي جاءِ دوزخ آهي.“ ان مان معلوم ٿئي ٿو ته پاڻ سمجهيائون ٿي ته ايندڙ وقت ۾ ڪي مفاد پرست پنهنجن مفادن جي حاصلات ۽ دين ۾ فساد وجهڻ لاءِ اهڙي حرڪت ڪري سگهن ٿا. پاڻ سڳورن ﷺ حديث جي اهميت هن ريت به اجاگر ڪئي آهي ته ”جنهن منهنجي سنت (حديث جي اهميت) کان منهن موڙيو، ان سان منهنجو ڪو واسطو نه آهي.“ پاڻ ڪريمن اهو به فرمايو ته ”جيڪڏهن ڪو شخص قرآن مجيد ۾ فقط پنهنجي راءِ قائم ڪري درست نتيجي تي به وڃي پهچي تڏهن به غلطيءَ تي هوندو.“ قرآن مجيد کي سمجهڻ لاءِ حديث جي ضرورت آهي. حديث بابت ’خبر‘، ’اثر‘ ۽ ’سنت‘ لفظن ۾ معمولي فرق آهي. سنت جي بيان کي حديث سڏيو وڃي ٿو.

**حديث جي تدوين (سهيڙ ۽ ڪتابي شڪل):** حديث جي لکڻ جو ڪم حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي زماني ۾ ئي شروع ٿي ويو هو. پاڻ سڳورن ڪجهه وقت حديث لکڻ جي منع فرمائي هئي. ان ڪري جو ان وقت تائين قرآن مجيد مڪمل شڪل ۾ نازل نه ٿيو هو ۽ خدشو هو ته حديث لکڻ وارا ڪٿي قرآن ۽ حديث کي ملائي نه ڇڏين. قرآن مجيد جي مڪمل صورت ۾ اچڻ کان پوءِ حديث لکڻ جي اجازت ملي ۽ اها صحابه ڪرام ۽ تابعين جي وقت تائين لڳاتار جاري رهي ۽ مختلف عالمن ڪيترا حديث

جا مجموعا لکيا. بعد ۾ حديثن جي تشريح ۽ وضاحت جي ضرورت محسوس ٿي. اڳتي هلي عالمن ۽ فقيهن حديثن جا وڏا وڏا ڪتاب ۽ انهن جون تشريحون لکيون. عالمن حديث جا مختلف قسم بہ بيان ڪيا آهن.

**حديث متواتر:** اها حديث جنهن جا راوي گهڻا هجن، جيڪي ڪوڙ جي عادت کان پري هجن، جن جي سَند منڍ کان آخر تائين سگهاري هجي، بيان ٿيل حديث حِسن سان تعلق رکندي هجي (مطلب تہ اهي مڪمل عقل ۽ هوش حواس سان هجن) ۽ انهن جي اُها حديث يا خبريقين کي فائدي ۽ علم واري هجي.

**حديث مرسل:** مرسل حديث اُها آهي، جنهن جي سَند جي پُڄاڻي ڪنهن تابعيءَ کان اڳتي نہ هجي.

**حديث مرفوع:** اها حديث جنهنجي سَند جو سلسلو حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم تائين پهچي، مرفوع حديث جا ڇهہ بيا بہ قسم آهن: (1) مرفوع قولي صريحي (2) مرفوع فعلي صريحي (3) مرفوع تقريري صريحي (4) مرفوع قولي حڪمي (5) مرفوع فعلي حڪمي (6) مرفوع تقريري حڪمي.

**حديث موقوف:** ڪنهن حديث جي سَند جو سلسلو اصحابہ تائين پهچي ختم ٿي وڃي تہ اها حديث موقوف ڇئبي.

**حديث مقلوب المتن:** اها حديث، جنهن جو متن پهچندي تاخير ٿي وئي هجي.

**حديث مقطوع:** جنهن حديث سَند جو سلسلو تابعين يا تبع تابعين تائين پهچي ختم ٿي وڃي تہ اها حديث مقطوع ڇئبي.

**حديث متروڪ:** جنهن حديث جي راويءَ تي ڪوڙ جي تهمت لڳي ان جي بيان ڪيل حديث متروڪ حديث ليکبي.

**حديث مرسل خفي:** هم عصر غير ملاقي ماڻهوءَ (پنهنجي وقت جي اُن محدث سان روبرو ملي حديث پڇڻ کان سواءِ ان جي نالي ڪنهن ٻئي گمنام ماڻهو) کان روايت ڪيل حديث کي مرسل مخفي چيو وڃي ٿو.

**حديث احاد:** اُها حديث جنهن جا راوي ايترا گهڻا نہ هجن، جيترا حديث متواتر جا هجن.

**حديث حسن:** هيءَ حديث احاد مقبول جو قسم آهي. يعني اُها حديث جيڪا حديث صحيح وانگر هجي پر ان جي راوين جو درجو يادگيريءَ جي مقابلي ۾ صحيح حديث جي راوين کان گهٽ هجي.

**حديث شاذ:** حديث شاذ مان مراد اهڙي راويءَ کان بيان ٿيل حديث آهي، جيڪو پاڻ کان وڌيڪ ثقہ/اعتماد جوڳي راويءَ جي مخالفت ڪري.

**حديث صحيح:** هي حديث احاد مقبول جو هڪ قسم آهي. يعني اُها حديث جنهن کي پرهيزگارن، ديندارن ۽ چڱيءَ ريت ياد ڪندڙن هر دور ۾ روايت ڪيو آهي.

**حديث ضعيف:** اها حديث جنهنجي راويءَ ۾ ضعف (ڪمزوري) هجي، يعني حافظي جي ڪمزوري، فسق (گناهہ)، جهالت، غيبت ۽ بدعت وغيره جي ڪمزوري.

**حديث عزيز:** اُها حديث، جنهن کي هر دور ۾ ٻن راوين روايت ڪيو هجي، هيءَ حديث بہ 'احاد' جو هڪ قسم آهي.

**حديث غريب:** اها حديث جنهن جو راوي هر دور ۾ هڪ ئي هجي ۽ هيءَ حديث بہ 'احاد' جو هڪ قسم آهي.

**حديث مدلث:** اها حديث جنهن جي راوي پنهنجي شيخ کي ڪنهن مصلحت هيٺ ڪڍي ڇڏيو هجي.

**حديث مشهور:** اها حديث جنهن کي هر دور ۾ ٽن يا ٽن کان وڌيڪ راوين روايت ڪيو هجي. هيءَ حديث پڻ 'احاد' جو قسم آهي.

**حديث منڪر:** اها حديث ضعيف آهي، جنهن جو راوي گهڻي غلطي ڪندڙ غافل يا وهم گمان ۾ مبتلا هجي.

**حديث جا ڪتاب:** طور طريقي ۽ ترتيب جي لحاظ سان محدثن حديث جي ڪتابن جا 9 قسم بيان ڪيا آهن:

(1) **جامع:** حديثن جي ڪتاب جو اُهو قسم، جنهن ۾ هر قسم جي مسئلن بابت حديثون درج هجن. هن قسم جي ڪتابن ۾ جامع البخاري ۽ جامع الترمذي اچي وڃن ٿا.

(2) **سُنن:** حديث جو اُهو ڪتاب، جنهن ۾ رسول پاڪ ﷺ جي حڪمن جون روايتون فقهي ترتيب جي موافق بيان ٿيل هجن. هن قسم جي ڪتابن ۾ سُنن ابي داؤد، سُنن نَسائي، سُنن ابن ماجہ اچي وڃن ٿا.

(3) **مُسند:** حديث جو اُهو ڪتاب، جنهن ۾ صحابہ ڪرام جي رُتبي جي لحاظ سان يا الف- ب وار ترتيب سان حديثون بيان ڪيون ويون هجن. حديث جي اهڙن ڪتابن ۾ مُسند امام احمد بن حنبل، مُسند دارمي، مُسند موسيٰ ڪاظم وغيره اچي وڃن ٿا.

(4) **معجم:** حديث جو اهو ڪتاب، جنهن ۾ حديثن جي جوڙ جڪ ۾ استادن جي ترتيب جو لحاظ رکيو ويو هجي. هن ۾ معجم الطبراني. الڪبير المتوسط الصغير جهڙا حديث جا ڪتاب اچي وڃن ٿا.

(5) **مُستدرڪ:** اهو ڪتاب، جنهن ۾ ڪنهن ٻئي ڪتاب جي شرطن جي صحت مطابق رهيل حديثن کي پورو ڪيو ويو هجي. جهڙوڪ: مستدرڪ حاڪم علي الصحيحين.

(6) **مُستخرج:** حديث جو اُهو ڪتاب، جنهن ۾ ڪنهن ٻئي ڪتاب جي اضافي سَندن کي الڳ ڪري ترتيب ڏنو ويو هجي. جهڙوڪ: مستخرج ابوبڪر اسماعيلي البخاري، مُستخرج ابو عوانہ عليٰ صحيح مسلم وغيره.

(7) **جُزءِ:** حديث جو اهو ڪتاب، جنهن ۾ فقط هڪ مسئلي جون حديثون گڏ ڪري رکيون ويون هجن. جهڙوڪ: جزء القراة بيهقي، جزء رفع يدين بخاري.

(8) **مُفرد:** حديث جو اُهو ڪتاب جنهن ۾ فقط هڪ راويءَ جون مڪمل حديثون درج ڪيون ويون هجن، جيئن: مفرد ابي بڪر.

(9) **اربعين:** حديث شريف جو اُهو ڪتاب، جنهن ۾ پاڻ سڳورن جون فرمايل چاليهہ حديثون بيان ڪيون ويون هجن.

محدثن (حديث جي عالمن)، حديثن جي ڇنڊ ڇاڻ لاءِ روايت ۽ درايت جا اصول ٺاهيا. تہ جيئن اهي هر حديث کي ان ئي اصول تي پرکين تہ اهي اهڙن صحابين کان روايت ٿيل آهن، جيڪي رسول اڪرم ﷺ سان اڪثر وقت گڏ هوندا هئا ۽ اعتماد جوڳا هئا. محدثن 'درايت' جا اصول قائم ڪري ٻڌايو تہ هيٺين صورتن ۾ روايت مجروح ٿئي ٿي ۽ اعتبار جوڳي نہ ٿي رهي:

(1) جڏهن ڪا حديث عقل ۽ سمجهہ جي خلاف هجي. (2) ڪنهن مجيل اصول جي خلاف هجي. (3) محسوسات ۽ مشاهدي جي خلاف هجي. (4) قرآن مجيد جي خلاف هجي. (5) سنت نبويءَ جي خلاف هجي. (6) متواتر حديث جي ابتڙ هجي. (7) قطعي ۽ يقيني اجماع سان ٽڪرائجي. (8) معمولي غلطي جي سزا ابدي ۽ سخت عذاب جي ڌمڪيءَ تي مشتمل هجي.

(9) جنهن مان ڪو خاص مطلب نہ نڪري ۽ لغويت جو شڪ وجهندڙ هجي. (10) اُن کي فقط هڪ راوي روايت ڪري. (11) حديث ۾ اهڙيون اجايون ڳالهيون بيان ٿيل هجن، جيڪي حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي زبان مبارڪ مان نڪري نہ ٿيون سگهن. (12) اُها انبيآء عليهم السلام جي ڪلام سان مشابهت نہ رکندي هجي. (13) ان ۾ مستقبل جي واقعن جي باقاعدي تاريخ ۽ وقت ٻڌائي اڳڪٿي ڪئي وئي هجي. (14) حضرت خضر عليہ السلام بابت ڳالهيون. *(ماخذ: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا).*

سنڌ جي سر زمين جي قديم ۽ جديد عالمن، فقيهن ۽ محدثن حديث جي علم جي تمام وڏي خدمت ڪئي آهي ۽ اعليٰ مقام ماڻي سنڌ مُلڪ جو نالو روشن ڪيو آهي، انهن جو مختصر ذڪر پيش ڪجي ٿو:

(1) علامہ محدث احمد بن محمد حافظ زاهد ديبليؒ (وفات: 373 هہ) سنڌ جو هڪ وڏو عالم، عابد ۽ صاحبِ تقويٰ شخص هو ۽ مصر تائين پهتو.

(2) علامہ محدث شيخ احمد بن سنديؒ. (وفات: 359هہ). هي عابد ۽ زاهد بزرگ ڪيترن ناليوارن محققن ۽ محدثن جو استاد هو.

(3) علامہ محدث شيخ محمد قاسم سنڌيؒ. هي بزرگ بہ وڏو محدث ۽ مفسر هو، جنهن کي وقت جا وڏا عالم ۽ بزرگ رئيس المحدثين جي نالي سان ياد ڪندا هئا.

(4) حضرت شيخ ابو عليؒ حضرت بايزيد بُسطاميءَ جو استاد ۽ پير مرشد ليکيو وڃي ٿو.

(5) شيخ ابو موسيٰ ديبليؒ (وفات:261 هہ): هي محدث ۽ ڪامل ولي ديبل بندر سنڌ جو رهاڪو ۽ حضرت بايزيد بُسطاميؒ جو شاگرد هو.

(6) علامہ ابو مشعر نجيحؒ: هن بزرگ جو نالو نجيح بن عبدالرحمان ۽ ڪنيت 'ابو مشعر' هئي. حديث، مغازي ۽ فقہ جي علم ۾ وڏي پائي جو عالم هو.

(7) حضرت علامہ شيخ عابد سنڌيؒ: هي بزرگ وڏو محدث، عابد زاهد ۽ ڪامل ولي ٿي گذريو آهي، پنهنجي دؤر ۾ مديني منوره جي عالمن جو امام سڏبو هو. هي محدث سيوهڻ سنڌ جو رهاڪو هو.

(8) علامہ محدث احمد بن عبدالله ديبليؒ: هي سنڌي محدث، حديث جي ڪتاب 'المستدرڪ حاڪم' جي مصنف حضرت امام حاڪم جو استاد هو.

(9) شيخ ابو الحسن سنڌيؒ مدينہ منوره ۾ 'دارالشفا' نالي سان علمي مرڪز کوليو هو ۽ تدريس ۽ تصنيف ذريعي وڏيون خدمتون سرانجام ڏئي سنڌ ملڪ جو شان ۽ مان وڌايو هو.

اهڙيءَ ريت شيخ محمد حيات سنڌيؒ، علامہ مخدوم محمد هاشم ٺٽويؒ، مولانا بهاء الدين بهائي پتافيؒ ۽ موجوده دؤر جا علامہ مفتي عبدالرحيم سڪندري ۽ مولانا محمد ادريس ڏاهري بہ حديث جا وڏا عالم مڃيا وڃن ٿا.

**حديث پاڪ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب اصل ۾ خليل الرحمان چشتيءَ جو لکيل آهي، جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو انجنيئر عبدالمالڪ ميمڻ ڪيو آهي، جڏهن تہ پروفيسر مراد علي راهمون ۽ مولانا اميرالدين مهر پاران نظرثاني ٿيل آهي. هي ڪتاب حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي حديثن جي اهميت ۽ ضرورت واري موضوع تي لکيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2009ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي طرفان شايع ٿيل آهي. هي ڪتاب 16 بابن تي مشتمل آهي. ڪتاب ۾ حديثن بابت نهايت مفيد معلومات ڏني وئي آهي ۽ ترجمو عام فهم زبان ۾ آهي. رنگين ۽ پڪي جلد واري 230 صفحن تي مشتمل، ڊبل ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 160 روپيا آهي.

**حديثِ قدسي:** مقدس حديث، الله جو اهو ڪلام، جيڪو نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم بيان ڪيو هجي. حديث قدسي، قرآن شريف کان مختلف آهي. حديث قدسيءَ لاءِ ضروري ناهي تہ اها جبرائيل عليہ السلام جي وسيلي پهتي هجي. الهام جي ذريعي بہ پهچي سگهي ٿي. ڪن عالمن جو چوڻ آهي تہ حديث قدسيءَ ۾ لفظ الله جا هوندا آهن، زبان نبي سڳوري جي آهي. حديث قدسيءَ کي نماز ۾ تلاوت نٿو ڪري سگهجي ۽ نہ وري هن حديث جو حوالو ڏيندي اهو چيو ويندو تہ الله تعاليٰ فرمايو حديث قدسيءَ کي حديث جي ڪتابن ۾ ڪا الڳ حيثيت ڪانهي. ڪجھ مجموعا صحاح ستہ مان مرتب ڪيا ويا آهن. *(حوالو: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا)*

**حديد، سورة:** قرآن مجيد جي ستونجاهين سورة، جيڪا مديني شريف ۾ نازل ٿي. هن ۾ چار رڪوع ۽ اُنٽيھ آيتون آهن. هن سورت ۾ الحديد (لوھ) جو ذڪر آهي. جڏهن ماڻهو حق کي نيست ۽ نابود ڪرڻ لاءِ جمع ٿيندا آهن تہ پوءِ نبين کي تلوار کڻڻي پوندي آهي. هن سورت ۾ مسلمانن کي الله جي راھ ۾ مالي قربانيون ڏيڻ لاءِ راضي ڪيو ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ جنهن زماني ۾ هيءَ سورة نازل ٿي هئي، ان وقت مسلمانن جو ڪافرن سان فيصلہ ڪن معرڪو هلي رهيو هو. تنهنڪري حڪم ڏنو ويو تہ ايمان جي تقاضا آهي تہ الله تعاليٰ جي راھ ۾ دل کولي مال خرچ ڪيو وڃي. جيڪو جيترو وڌيڪ خرچ ڪندو، ان کي وڌيڪ اجر عطا ڪيو ويندو. الله جي راھ ۾ خرچ ڪيل مال تہ الله جي ذمي قرض آهي. انسان کي ڪنهن بہ مصيبت ۾ مايوس نہ ٿئي.

**حديقة الاولياء (ڪتاب):** هن ڪتاب جو مصنف سيد عبدالقادر بن سيد محمد هاشم بن سيد محمد الحسيني ٺٽوي آهي. هيءَ تصنيف 11 صدي هجريءَ جي آهي، جنهن ۾ سنڌ جي عالمن، صالحن ۽ بزرگن جو تذڪرو موجود آهي. هن ڪتاب ۾ خاص طرح ٺٽي جي بزرگن جو تفصيلي بيان آهي. ڪتاب ۾ 44 بزرگن جي زندگيءَ جو احوال موجود آهي، انهن جا نالا هي آهن: شيخ بهاؤالدين ملتاني، شيخ رڪن الدين، مخدوم لعل شهباز، شيخ پلو شيخ حماد جمالي، شيخ جيو، شاھ مراد، سيد علي شيرازي، سيد نظام بکري، (شيخ نوح بکري، مخدوم حسام الدين، مخدوم بلاول، قاضي ڏتو سيوهاڻي، درويش احمد،




محمد ولد شيخ هوئي، درويش حسن مقوي، مخدوم ساهر لنجار، مخدوم عربي ڏياڻو مخدوم نوح هالائي، درويش وهيون، مخدوم اسماعيل سومرو، درويش رڪن الدين، درويش راجو، شيخ پرڪيو ڪاتيار، درويش چرڪس، شيخ عيسيٰ آهيداڻي، درويش صدر، منبو ناريجو درويش سهتو، درويش ابراهيم، درويش علاؤالدين، قاضي سَڏو، درويش يحيٰ، قاضي خيرالدين،

يعقوب پليجو، شيخ مغل چاچڪ، شيخ پريو، شيخ عمر بودلو ۽ درويش الو.

سنڌي اوليائن بابت هيءُ تذڪرو سن 1016هه بمطابق 1607ع ۾ سيد عبدالقادر ٺٽويءَ لکيو. پير حسام الله راشديءَ ان جو سنڌيءَ ۾ 102 صفحن تي مشتمل مقدمو لکيو آهي، جنهن ذريعي سنڌ اندر هن موضوع تي فارسيءَ ۾ لکيل ڪل 86 ڪتابن جو پتو لڳايو ويو آهي. سوانح جي موضوع تي ڪم ڪندڙن لاءِ هيءُ مقدمو مشعل راهه آهي. ان سان گڏ سيد عبدالقادر پاران هن ڪتاب جو تنقيدي جائزو ڏيڻ جي ڪوشش بہ ڪيل ڏسجي ٿي. فارسيءَ جو هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پاران 1967ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن فارسي ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڊاڪٽر عبدالرسول قادري ڪيو آهي. جنهن جي مهاڳ ۾ ڊاڪٽر عبدالرسول قادري ڄاڻائي ٿو تہ: ”حديقة الاولياء‘ ڪتاب جي مصنف سيد عبدالقادر ٺٽوي بابت ڊاڪٽر حامد علي قريشي خانائيءَ جو تحقيقي مقالو ڪتاب ’مقالا‘ بين الاقوامي سنڌي ادبي ڪانفرنس ۾ شايع ٿيو آهي. ان مقالي ۾ محقق خانائي سيد عبدالقادر کي ٺٽوي نہ بلڪ نصرپوري ثابت ڪيو آهي. ان ڪري ڪتاب جي ترجمي جي آخر ۾، ڊاڪٽر خانائيءَ جو مقالو ضميمي طور شامل ڪيو ويو آهي، تہ جيئن مصنف بابت نئون مواد سامهون رهي.“

ڊيمي سائيز فور ڪلر جي ٽائيٽل سان 232 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ طرفان 2007ع ۾ شايع ٿي چڪو آهي، جنهن جي قيمت 160 روپيا ڄاڻايل آهي.

**حديقہ ڪياني:** اردو جي مشهور پاپ گلوڪاره، شاعره ۽ سماجي ڪارڪن حديقہ ڪياني ڏيءُ خاور 11 آگسٽ 1974ع تي راولپنڊيءَ ۾ ڄائي. هن 1995ع کان ڳائڻ جي شروعات ڪئي. سندس پهريون البم ’راز‘ انٽرنيشنل اوارڊ لاءِ چونڊيو ويو. هيءُ ٽن سالن جي هئي تہ سندس والد وفات ڪري ويو. سندس ماءُ هڪ مقامي اسڪول جي پرنسپال هئي. هن کي ننڍي هوندي کان ئي ڳائڻ جو شوق هو. ماءُ سندس شوق کي ڏسي ڪيس پاڪستان نيشنل ڪائونسل آف آرٽس ۾ داخل ڪيو سڀ کان اول هن ’لياقت ميموريل پنڊي هال‘ ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو.



حديقہ ڪياني پهرين پي. ٽي. وي تي ٻارن جي پروگرام ’آنگن آنگن تاري‘ جي ميزباني ڪئي. هن ٻارن لاءِ ڪيترائي گانا ڳايا. هن 1999ع ۾ فلم ’سرگم‘ جي لاءِ گانا ڳايا. 1994ع ۾ فلم ’سرگم‘ تي ڪيس اوارڊ مليو. 1995ع ۾ ’اين. ٽي. ايم ويورز چوائس اوارڊ‘ ۾ بهترين پاڪستاني گلوڪاره جو اوارڊ حاصل ڪيائين. 1996ع ۾ هن جو البم ’راز‘ رليز ٿيو جنهن جون لاتعداد ڪئسٽون وڪرو ٿيون. 1997ع ۾ فرسٽ ايشين گلوڪارا ’Brithish National Lottory‘ جي سري سان ٽيل پروگرام جي موقعي تي لائيو ڳايائين. 1999ع ۾ هن جو ٻيو البم ’روشني‘ رليز ٿيو. 2000ع ۾ ڪيس پي. ٽي. وي ورلڊ پاران اوارڊ مليو. 2001ع ۽ 2005ع ۾ هن بهترين پوپ گلوڪاره جو ’انڊس ميوزڪ‘ اوارڊ حاصل ڪيو. 2007ع ۾ هن جو انگريزي البم ’Rough Cut‘ رليز ٿيو هيءَ ڪئناڊا، برطانيا، مشرق وسطيٰ، آسٽريليا، ناروي، بلغاريہ ۽ ترڪي ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪي آهي. حديقہ ڪياني هن وقت لاهور ۾ رهي ٿي.

**حد يڪي (ديهہ):** ضلعي ٺٽي الهيار جي هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اسماعيل لنڊ، سونهارو ٿيٻو، شاهنواز مهاجر، ابراهيم ٿيٻو، محمد ٿيٻو ۽ جمعو خان.

**حذيفہ رض بن اليمان:** وڏي مرتبي ۽ شان وارو اصحابي، جنهن کي حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن قيامت ۾ پاڻ سان گڏ هجڻ جي بشارت ڏني آهي. سندس ڪنيت ابو عبدالله ۽ لقب ’صاحب السر‘ (محرم راز يا رازدان) هو. هن انهي لقب ملڻ جو سبب هي هو جو رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن ڪيس منافقن جا نالا ٻڌائي ڇڏيا هئا. اهو راز هن لڪائي محفوظ رکيو هو. حذيفہ رض جو تعلق غطفان قبيلي سان هو. سندس والد يمان (يعني يمني) جي نالي سان مشهور هو. هن ۽ سندس والد هجرت کان اڳ حضور ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿي اسلام قبول ڪيو هو. ان کانپوءِ حضرت حذيفہ رض جي والده رباب رض ۽ سندس هڪ ڀاءُ صفوان رض بہ اسلام قبول ڪيو هو. اُحد جي جنگ ۾ پيءُ پٽ شامل هئا. احزاب جي جنگ ۾ حضرت حذيفہ رض وڏي جذبي سان حصو ورتو. خيبر، بيعت رضوان، فتح مڪہ ۽ ٻين غزوات (جنگين) ۾ پڻ ڀرپور حصو ورتائين. سنہ 18 هه ۾ نهاوند تي لشڪر جي ڪاهہ وقت حضرت عمر فاروق رض جي فرمائش تي حضرت حذيفہ رض ڪوفي کان هڪ منتخب لشڪر وٺي نڪتو ۽ ايرانين جو خوب مقابلو ڪيائين. جڏهن سپہ سالار نعمان بن مقرن رض شهيد ٿيو، تڏهن حضرت عمر رض جي هدايت تي حضرت حذيفہ رض کي لشڪر جو امير مقرر ڪيو ويو. نهاوند جي فتح کانپوءِ حضرت حذيفہ رض آذربائيجان تي چڙهائي ڪئي. سخت جنگ کان پوءِ آذربائيجان کي اسلامي سلطنت ۾ آڻي خراج بردار بنايائين. ان کانپوءِ هن موقان ۽ جيلان کي تابع بنايو. ايا اڳتي وڌڻ جو ارادو هئس تہ حضرت عمر رض ڪيس فوجي خدمتن تان هٽائي مدائن جو گورنر مقرر ڪري ڇڏيو. حضرت عمر رض کان پوءِ حضرت عثمان رض بہ ڪيس مدائن جي گورنريءَ تي برقرار رکيو. 30 هجريءَ ۾ گورنريءَ کي ڇڏي، انهيءَ لشڪر سان وڃي شامل ٿيو جيڪو خراسان وڃي رهيو هو. خراسان جي فتح کانپوءِ هن ’ري‘ ۽ ’آرمينيا‘ جي معرڪن ۾ بهادريءَ جا جوهر ڏيکاريا ۽ 31 هجريءَ ۾ خاقان خزر خلاف جيڪا فوج موڪلي وئي ان ۾ بہ شريڪ ٿيو حضرت عثمان غني رض، باب کي مطيع ڪرائڻ لاءِ ٽي ڀيرا فوج موڪلي، هر ڀيري اُن جي اڳواڻي حضرت حذيفہ رض ڪئي. حضرت عثمان غني رض جي خلافت جي آخري ڏينهن ۾ هڪ ڀيرو ٻيهر هن مدائن جي گورنر جون واڳون سنڀاليائون ۽ اتي ئي 35هه ۾ (حضرت عثمان غني رض جي شهادت کانپوءِ چاليهين ڏينهن) وفات ڪيائين. وفات کان اڳ حضرت حذيفہ رض حضرت علي ع جي بيعت ڪئي ۽ پنهنجن پٽن کي بہ وصيت ڪيائين حضرت علي ع جا پوئلڳ ٿي رهن، اڳتي هلي سندس ٻہ پٽ صفين جي جنگ ۾ حضرت علي ع طرفان وڙهندي شهيد ٿيا هئا.

حضرت حذيفہؓ جو شمار صحابہءِ ڪبار (وڏن اصحابن) ۾ ٿئي ٿو. قرآن، حديث ۽ فقہ ۾ وڏي فضيلت رکندو هو. حافظِ قرآن هو. ڪانئس سؤ کان مٿي حديثون روايت ٿيل آهن. وڏو مدرس هو. روزي ۽ نماز جو پابند هو.

*(ماخذ: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا)*

**حُر**: حُر عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'آزاد'، ۽ ان جو جمع 'احرار' آهي. حر لفظ جي لغوي معنيٰ ٿيندي، اهو شخص جيڪو ڪنهن جو ٻانهو يا غلام نہ هجي. حضرت امام حُسينؑ جي مقابلي ۾ ميدانِ ڪربلا ۾، يزيد جي موڪليل لشڪر جو هڪ سِپهہ سالار جو نالو 'حُرَ' جيڪو بعد ۾ امام حُسينؑ جي پاسي آيو ۽ يزيدي لشڪر خلاف بهادري سان وڙهندي شهيد ٿيو. شاهہ عبداللطيف بہ چيو آهي تہ:

هٿي هدايت حُر کي، اَزل ۾ اصلا،
حُر هلي آيو، مانجهي مرداتو.

اسلامي تاريخ ۾ حُر ويجهي ماضيءَ ۾ لفظ بهادري، غيرت ۽ شجاعت جي نشاني آهي. ڪربلا کان پوءِ 'حُر' جو لفظ سنڌ جي 'ڪنگريءَ' واري علائقي ۾ گونجيو جڏهن پاڳارا پيرن جي پوئلڳ مُريدن، آزاديءَ خاطر مُرشدن جي امر تي لبيڪ چئي، وقت جي غاصب حڪمرانن خلاف گوريلا جنگ ڪئي ۽ پنهنجي سرن جا نذرانا پيش ڪري ڌرتيءَ کي رَتُ جو ريج ڏنو.

حُر جماعت ۾ مسلمانن جي مختلف قبيلن، قومن ۽ ذاتين جا ماڻهو شامل آهن، جيڪي سمورا 'حُر' سڏبا آهن. شاهہ مردان شاهہ 'ثاني' (ستين پاڳاري)، پنهنجي 'حُرن' جو هڪ وڏو جٿو، پاڪستاني فوج جي حوالي ڪيو هو جيڪو 'حُر مجاهد' ۽ 'حُر فورس' طور سڏيو ويو.

حُر فورس جا اهي جوان 1965ع ۽ 1971ع جي پاڪ ڀارت جنگين ۾ وڏي بهادري ۽ حُب الوطني جي جذبي تحت وڙهيا ۽ ڪيئي معرڪا فتح ڪيا ۽ پنهنجي 'حُريت' جو ثبوت ڏنائون.

**حراءِ غار** (ماڳ): هيءَ غار، مڪي کان اتر اوڀر طرف ٽن ميلن جي پنڌ تي آهي، ان جي پرسان شبير نالي مشهور جبل واقع آهي. هن جبل تي ڪنديدار هوڻ ڪان سواءِ ڪا بہ اوپڙ نہ ٿي اڀري. حرا، شبير جبل کان وڌيڪ اوچائيءَ تي آهي، جنهن جي مٿان هڪ سڌي لاهي ۽ ترڪندڙ چوٽي آهي.



ان چوٽيءَ تي حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن هڪ پيرو اصحابن سان گڏ چڙهيا هئا ۽ اعلان نبوت کان اڳ هن غار ۾ ڪيترا ڏينهن اچي رب پاڪ جي عبادت ڪندا هئا. جڏهن ڪاڻڻ پيئڻ جو سامان ختم ٿي ويندو هو تہ گهر اچي سامان کڻي وري غار ۾ موٽي ويندا هئا.

مٿن پهرين وحي بہ هن غار ۾ نازل ٿي هئي تہ:

پڙهو (اي نبي ﷺ) پنهنجي رب پاڪ جي نالي سان جنهن پيدا ڪيو، جميل رت جي دِڳ مان انسان کي. پڙهو تہ توهان جو رب وڏو ڪريم آهي. جنهن قلم ذريعي علم سيکاريو. انسان کي اهو علم ڏنو جيڪو هو نہ ڄاڻندو هو (69: 1تا 5).

27 رمضان جي ڏهاڙي اها وحي نازل ٿي، ان وقت حضور اڪرم صلي الله عليہ وسلم جن جي عمر چاليهہ ورهيہ هئي. حاجي سڳورا غار حرا جي زيارت تي ويندا آهن.

**حَرام**: حرام، حلال جو ضد آهي انهيءَ مان مراد الله تعاليٰ جي حڪمن ۽ شريعت نبوي مطابق ممنوع ڪيل هر فعل کان پاسو ڪرڻ آهي. هر اهڙو عمل جنهن جي اسلامي شريعت ۾ منع ٿيل هجي. اهو حرام ليکيو ويندو.

حرام جا ٻہ قسم آهن:

(1) حرام لعينہ يعني حرام لِذات،

(2) حرامِ سغير.

حرام لِذات مان مراد اهڙو عمل يا اهڙين شين جو استعمال، جن سان جسم، نسل، مال، عقل ۽ دين متاثر ٿئي. مثال طور: مردار جانور کاڻڻ، شراب پيئڻ، زنا ڪرڻ، وياج وغيره حرام لِذات ۾ اچي وڃن ٿا. حرام سغير يعني اصل تہ حلال هجي پر ذاتي طرح حرام ٿئي، مثلاً: مخالف جنس جي عضون ڏانهن اهڙيءَ ريت ڏسڻ جنهن سان زنا ڏانهن رغبت وڌي ٿي يا ڪو انسان نامعقول يا مختصر لباس پهري ماڻهن کي پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪري تہ اهو حرام سغير ۾ شمار ٿئي ٿو.

**حرباب لڪ**: ضلعي دادو، تعلقي جوهيءَ ۾ واقع هيءَ جابلو لڪ، گورک جبل جي اتر ۾ آهي. هيءَ لڪ اهميت جي لحاظ کان خيبر، بولان ۽ مولهہ لڪن جيتري اهميت رکي ٿو. هن لڪ مان گهوڙن ۽ اُٺن تي سفر ڪري بلوچستان ڏي وڃي سگهجي ٿو. ڪنهن زماني ۾ هيءَ لڪ سنڌو ماٿريءَ کي بلوچستان سان ڳنڍيندو هو. اڄ بہ لاڏائو قبيلي جا ماڻهو ڪٽڪ جي لابارن جي مند ۾ هن لڪ کان ٿيندا سنڌ ۾ ايندا آهن.

**حربہ/ نيزو**: حربہ يا نيزو جنگ جو هٿيار آهي. هي نيزو، جنگ ۾ ڪنهن لشڪر جي سپهہ سالار جو نشان يا ڪنهن قبيلي جي شيخ جو نشان هوندو آهي. چيو وڃي ٿو تہ فرعون جي لشڪر جي سردار هامان جي هٿ ۾ حربو هو.



هڪ روايت اها بہ آهي تہ: "نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم ڏانهن حبشہ کان هڪ حربو تحفي طور آيو هو." ڪربلا جي جنگ ۾ امام حسنؑ ۽ ٻين جا سر قلم ڪري نيزن تي گهمايا ويا هئا. موجوده دور ۾ هيءَ هٿيار حبش جي ماڻهن جي مذهبي رسمن دوران استعمال ٿيندو آهي.

**حُر تحريڪ:** برصغير ۾ جڏهن بہ آزاديءَ يا آجپي جي تحريڪن جو ذڪر ايندو تہ اتي حر تحريڪ جو بہ نمايان ڪردار نظر ايندو.

سنڌ ۾ جڏهن ميرن جو آخري دور هو ان وقت هندستان جي سيني پاڳن ۽ علائقن تي سڌي يا اڻ سڌيءَ انگريزن جي حڪومت قائم ٿي چڪي هئي. تنهن وقت ڪين اهو فڪر هو تہ، ڪيئن بہ ڪري سنڌ تي قبضو ڪجي. پنجاب ۾ سکن جي حڪومت هئي، جنهن جو حڪمران رنجيت سنگهہ، انگريزن سان ٻٽ هو ۽ سنڌ تي قبضي ڪرڻ جا گهاٽ گهڙيندو رهيو.

ان دور ۾ پير صاحب پاڳاري سيد صبغت الله شاهہ (اول) ڪي انگريزن ۽ سکن جي سازشن خلاف ڏاڍو جوش ۽ جذبو هو. اهو بزرگ ڏسي رهيو هو تہ هاڻي پنهنجي وطن سنڌ جو خير ڪونهي، ان ڪري پنهنجن مريدن ۽ معتقدن جي تنظيم سازي شروع ڪيائين.

پير صاحب پاڳاري ۽ سنڌس خاندان انگريز حاڪمن جي جابراڻي حڪومت خلاف هميشہ سينو ساهيو ۽ آزاديءَ جي عظيم مقصد ماڻڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ائين هڪ عظيم تحريڪ ڪي جنم ڏنو جيڪا اڳتي هلي 'حُر تحريڪ' جي نالي سان مشهور ٿي.

حر لفظ جي معنيٰ آهي: 'آزاد- جو ڪنهن جو غلام يا پابند نہ هجي'. تاريخ اسلام ۾ هي نالو قرباني ۽ وفاداريءَ جي صفتن سان مشهور آهي. اصل ۾ هي لقب حضرت امام حسين عليہ السلام ان شخص ڪي ڏنو هو جيڪو يزيد جي لشڪر ۾ هو پر امام حسينؑ جي حق تي ڏسي امام حسينؑ جي طرف اچي، يزيد جي خلاف وڙهيو ۽ پاءُ ۽ پٽن سميت شهيد ٿي ويو.

حر تحريڪ ڪي ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

حر تحريڪ جو بنياد حضرت صبغت الله شاهہ (اول) وڌو. جڏهن مشهور مجاهد سيد احمد شهيد 1824ع/ 1239هہ ڌاري سنڌ ۾ آيو. ان وقت پنجاب جي سک حڪومت مسلمانن جي زندگي عذاب بڻائي ڇڏي هئي. شاهہ ولي الله جي فرزند شاهہ عبدالعزيز ۽ سنڌس ٻن مريدن سيد احمد (شهيد) ۽ شاهہ اسماعيل (شهيد) سکن خلاف جهاد جو اعلان ڪيو ۽ مسلمانن ڪي مدد جي اپيل ڪئي. انهيءَ سلسلي ۾ سيد احمد (شهيد) ۽ شاهہ اسماعيل (شهيد) سنڌ ۾ آيا. 24 جون 1826ع/ 1241هہ ۾ هي سيد صبغت الله شاهہ (پير پاڳاري) جي ڳوٺ پهتا.

پير صاحب انگريز حاڪمن ۽ ڌارئي سامراج خلاف سيد احمد ۽ شاهہ اسماعيل جو ٻانهن ٻيلي ٿي بيٺو ڪين رسد جو سامان ۽ مجاهدن جا دستا مدد طور ڏنائين. انهن ٿي مجاهدن ڪي حُر سڏيو ويو. سيد صاحب پنهنجو اهل عيال پير صاحب پاڳاري جي حويليءَ ۾ مهمان جي حيثيت ۾ ڇڏيو جن ڪي پير صاحب نهايت عزت احترام ۽ حفاظت سان رکيو. سيد احمد بولان لڪ رستي ياغستان (آزاد قبائل) پهتو. 23 جون 1830ع/ 1225هہ ۾ هنن مجاهدن سکن ڪان پشاور فتح ڪيو پر پوءِ "انگريزن جي سازش سان سرحد جي مولوين ۽ پٺاڻ سردارن لالچ ۾ اچي انتشار پيدا ڪيو جنهنڪري مجاهدن ڪي شڪست ملي ۽ سيد احمد پنهنجي جانثارن سميت 10 مئي 1831ع، 24 ذيقعد 1246هہ تي شهيد ٿي ويو. سيد احمد شهيد جي شهادت پير صاحب تي گهرو اثر ڇڏيو. هن هڪ جماعت ٺاهي، جنهن ۾ هر ذات ۽ فرقي جو ماڻهو شامل ٿي سگهيو ٿي.

جماعت جا هيٺيان چار اصول هئا: (1) فرق (جدا ۽ رازدار گروهہ) (2) ترڪ (تحريڪ جي رستي ۾ سڀ لاڳاپا لاهڻ) (3) غازي ٿيڻ (حق جي راهہ ۾ لڙڻ) ۽ (4) اطاعت امير (ليڊر جي تابعداري).

انگريزن سنڌ ۾ پير سائين پاڳاري جي خاندان ڪي خاص طور اک ۾ رکيو. سنڌس انقلابي مجاهدن تي نظرداري وڌائي وئي ۽ پير صاحب جي سرگرمين تي بہ چوڪسي رکي وئي. ان ڪري پير صاحب، سنڌس جماعت ۽ انگريز سرڪاري جي وچ ۾ اها ڇڪتاڻ هلندي رهي.

سيد حزب الله شاهہ (1258-1308هہ) جي وقت ۾ حرن ٿوڙي عام جماعت جو رخ انگريزن جي خلاف سخت ٿيو ۽ ان جذبي آخرڪار ٻي حُر تحريڪ (1896ع) جي صورت اختيار ڪئي. جڏهن بچو بادشاهہ ۽ پيرو وزير ٿرپارڪر ضلعي جي ڪجهہ حصن تي پنهنجي آزاد حڪومت جو اعلان ڪيو، انگريز سرڪار هن تحريڪ ڪي بغاوت قرار ڏئي، دٻاءَ لاءِ منظم طور تي ڪارروايون شروع ڪيون. هي تحريڪ جا اڳواڻ ٻارنهن هئا، جن ڪي 'ٻارهن ڀهروتيا' سڏيو ويو جن مان ڪجهہ جا نالا هن ريت آهن:

بچو خاصخيلي عرف بچو بادشاهہ، پيرو وساڻ عرف پيرو وزير، گلو موچي، تگيو چانگ، پلو ڳاهي، خميسو وساڻ، ختلو قاضي، قلان ڪاسائي.



سيد علي گوهر شاهہ اول 'بنگلي ڌڻي' ٻيو پير پاڳارو

سيد حزب الله شاهہ 'تخت ڌڻي' ٽيون پير پاڳارو

سيد علي گوهر شاهہ ثاني 'محاڙي ڌڻي' چوٿون پير پاڳارو

انگريز سرڪار هن تحريڪ ڪي دٻائڻ لاءِ اهڙا سخت طريقا استعمال ڪيا، جن انگريز حڪومت ۽ ان جي آفيسرن ۽ مددگارن جي برخلاف حرن جي دلين ۾ نفرت جي باهہ پڙڪائي ڇڏي. انگريز سرڪار مٿن سخت ڏاڍ ۽ جبر ڪري هيٺيان طريقا ۽ قانون لاڳو ڪيا: (1) ڏوهين ٿوڙي ٻي ڏوهين جي ڳوٺن ڪي ساڙڻ، (2) چوپائي مال ۽ ماڻهن ڪي بندوقن جو نشانو بڻائڻ، (3) عورتن جي بي حرمتي ڪرڻ، (4) بنا عدالتي فيصلي جي سندن زمينون ۽ ملڪيتون ضبط ڪرڻ، (5) گڏيل ڏنڊ ۽ ڇتيون ڳوٺن مٿان وجهڻ، (6) خاص ٽربيونل ۽ مارشل لا ڪورٽون برپا ڪري انهن جي ذريعي سون ماڻهن ڪي موت يا قيد جون ڳريون سزائون ڏيڻ، (7) جماعت جي ماڻهن ڪي بنا عدالتي فيصلي جي لوڙهن (Concentration Camps) ۽ سيٽلمينٽن (Settlemens) ۾ رکڻ، (8) هنن مان ڪيترن ڪي صوبي کان ٻاهر جلاوطن ڪري جيلن يا خاص ڪئمپن ۾ رکڻ، (9) ڪيترن ڪي قومي ڏوهاري قرار ڏئي، وقت بوقت پوليس ٿاڻي تي حاضريون ڏيارڻ ۽ سندن نقل حرڪت لاءِ حدون مقرر ڪرڻ، جن کان ٻاهر هو گذر سفر لاءِ بہ وڃي نہ ٿي سگهيا، (10) ڪمائيندڙ مردن ڪي سندن زالن ۽ اولاد کان جدا ڪرڻ بعد پوئين ڪي گذرمعاش جي انتظام ڪرڻ کان سواءِ ڇڏي ڏيڻ، (11) مڪاني پوليس عملدارن ۽ سندن پٽيلن جي خبرن تي سختيءَ جو ورتاءُ اختيار ڪرڻ.

انهن قانونن ڪجهہ وقت لاءِ حرن ڪي بيوس ڪري ڇڏيو. ظلم جي ان چڪيءَ ۾ اٽڪل چاليهہ سال پيسبا رهيا. سندن حالتون خراب ٿي ويون. ڏينهن جو وقت پنهنجي گذر لاءِ ڪمائيندا هئا، تہ رات جو پوليس وارن جي

گهوڙن جو گاهه آڻڻ، تنبيلا صاف ڪرڻ، ڪين ڪائيون پاڻي موجود ڪري ڏيڻ ۾ صرف ڪندا هئا.

ظلم جي اها باهه ٻرندي رهي، تان جو سيد شاهه مردان شاهه عرف ڪوٽ ڌڻيءَ (1279-1340هه) انگريزن کي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انگريز حڪومت 1914ع جي مهاڀاري لڙائيءَ دوران سندس وفاداريءَ کي آزمائڻ لاءِ ماڻهو گهريا. پير صاحب 500 ماڻهو ڏيڻا ڪيا ۽ ٻي مالي مدد به ڏني، تڏهن حڪومت ڪجهه نرم رويو اختيار ڪيو. لوڙهن (Concentration Camps) جو خاتمو ڪيو، پر انگريزن وري به سندس گاديءَ تي ڪرڙي نظر رکي. هوڏانهن پير صاحب پاڳاري ۽ سندس جماعت به انگريزن جي ڏاڍائي حڪومت کي اندروني نفرت سان پئي ڏٺو جن مٿن ايذا ظلم ڪيا هئا.

پير صاحب پاڳاري جي خاندان کي انگريزن خلاف نفرت ۽ بغاوت ورثي ۾ ملندي رهي. سيد صبغت الله شاهه ٻئي جي ولادت 13 صفر 1328هه ۾ ٿي ۽ سندس والد شاهه مردان شاهه جي وفات بعد 7 ربيع الاول 1339هه ۾ ٻارهن ورهين جي ننڍي وهيءَ ۾ سندس دستاربندي پير پاڳاري جي حيثيت ۾ ٿي.

ننڍي هوندي کان سيد صبغت الله شاهه ثاني جي شخصيت ۾ هڪ خاص انفراديت هئي، هو آزاد طبع جو مالڪ هو، جنهن کي خارجي ضابطن کان نفرت هئي، هو مشورن کي محض مشورا ڄاڻندو هو ۽ ٻين جون صلاحون جيئن جو تيئن مڃڻ لاءِ تيار نه هو. ذاتي طور هو هڪ جرئتمند، جفاڪش ۽ محڪم ارادي جو مالڪ هو ۽ سندس شخصيت ۽ ڪردار جو روح، خود اعتمادي ۽ ارادي جي مضبوطيءَ ۾ سمايل هو.

پير صاحب جي ننڍيءَ عمر ۾ تخت ڌڻيءَ مان ڪيترين ڌرين فائدو وٺڻ پئي چاهيو. انگريز حڪومت جي چاڙتن جي ڪوشش هئي ته هن ننڍي ٻار کي ڏيڄاري ۽ ڌمڪائي ڪيس اهڙي دڳ لائجي، جيئن هو انگريزن جو وفادار رهي. ٻئي طرف سندس ويجهن عزيزن ۽ جهونن خدمتگارن جي اها خواهش هئي ته پير صاحب سندن مرضيءَ سان اٿي ويهي، پر پير صاحب پنهنجي سرشت ۾ اعليٰ وصفون ۽ خوبيون کڻي آيو هو. قول جو پڪو هو. سندس ارادا هماليا جبل وانگر مضبوط هئا.

پير صاحب جي خوددار طبيعت ۽ محڪم ارادي سندس ڪيترن عزيزن، انگريزن ۽ سندن چاڙتن کي فڪر ۾ وجهي ڇڏيو. پير صاحب جي خلاف انگريزن سان گڏ سندس ڪجهه مائٽ به ٻڌڻ ٿي ويا. پير صاحب تي سخت نظر رکي وئي. انگريز سرڪار سندس خلاف قدم کڻڻ لاءِ وجهه تاڙيندي رهي. هنن پير صاحب کي ڪوڙن ڪيسن ۾ ڦاسايو سندس ئي عزيزن مان ڪوڙا فريادي ۽ شاهد پيدا ڪرائي، "پير جي ڳوٺ" تي پوليس کان ڇاپو هڻائي، ڪيس گرفتار ڪرايو ۽ هن جي مٿانئس مختلف ڪيس مڙهي سکر ۾ ڪيس هلايو ويو پير صاحب طرفان محمد علي جناح وڪالت ڪئي، جيڪو بمبئيءَ کان سکر ڪيس وڙهڻ ايندو هو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکي ٿو ته: "جناح صاحب کي راز طور ٻڌايو ويو هو ته حڪومت ڪنهن به حالت ۾ پير صاحب کي نه ڇڏيندي، انهيءَ ڪري هو سندس وڪالت نه ڪري، پر جناح نه مڙيو ڪورٽ ۾ آيو، مگر جج طرفان ٿيندڙ زيادتين تي احتجاج ڪري ورتل في پير صاحب کي واپس ڪري هليو ويو". حڪومت هٺ ٺوڪيا ڪيس ثابت ڪري، 28 آگسٽ 1930ع تي پير صاحب کي اٺن سالن جي سزا ڏئي سنڌ کان ٻاهر موڪلي ڇڏيو. انهي سزا واري عرصي ۾ پير صاحب کي هندستان جي مختلف جيلن ۾ رکيو ويو جيلن جي ماحول ۽ زندگيءَ تي مٿن گهڻو اثر ڇڏيو جيل ۾ پير صاحب پنهنجن وڏن جي تعليمات کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي. رتناگري جيل ۾ سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحه جي ملفوظات جو گهرو مطالعو ڪيائين. ان کان سواءِ هندستان جي سياست کي به سمجهڻ جي ڪوشش ڪيائين، ڪيترن ڪانگريسي ۽ انقلابي ليڊرن سان گڏجاڻيون ۽ خيالن جي ڏي وٺ ڪيائين.

پير صاحب پاڳاري جو خاندان سنڌ جي رهواسين لاءِ هڪ اعليٰ ۽ عزت وارو مقام رکندڙ هو پير صاحب جي گرفتاريءَ ۽ جيل وڃڻ تي سنڌ واسين کي سخت صدمو رسيو ان وقت اخبار 'الوحيد' پير صاحب جي آزاديءَ لاءِ ايڊيٽوريل لکيو.

جڏهن پير صاحب جيل جي سزا ڪاٽي سنڌ پهتو ته سندس دل تي انگريزن جي خراب روش گهرا اثر ڇڏيا ۽ هو انگريزن جو سخت دشمن ۽ قوم جو پرجهلو ٿي بيٺو. پير صاحب جو قول هو ته: "ظلم خلاف ڪنڌ نه کڻڻ ۽ سر جهڪائڻ خود ظلم جو ساٿ ڏيڻ برابر آهي."



سيد شاهه مردان شاهه اول 'ڪوٽ ڌڻي' پنجون پير پاڳارو | صبغت الله شاهه ثاني، سورهيه بادشاهه ڇهون پير پاڳارو | شاهه مردان شاهه ثاني 'ڇت ڌڻي' ستون پير پاڳارو

سنڌ ۾ واپس اچڻ بعد پير صاحب پهرين مريدن جي اصلاح ۽ تربيت ڏانهن ڌيان ڏنو. ڪين حڪم ڏنائين ته مرد نشونه ڪن، عورتون عاج جون چوڙيون نه پائين. حڪم تي عمل شروع ٿي ويو. موالين تماڪ پيئڻ ترڪ ڪري ڏنبا ڪونڊا پيچي ۽ ساڙي ڇڏيا، عورتن چوڙيون ڀڃي ڇڏيون، ان بعد پير صاحب سانگهڙ پرسان "گڙنگ" بنگلي ۾ رهڻ لڳو. هتي غازين جي جماعت تيار ڪرڻ لاءِ مريدن کي حڪم ڪيائين جيڪي غازين جي صف ۾ شامل ٿيڻ چاهين، سي پنهنجا نالا لکرائين. غازين جون لسٽون تيار ٿي پهتيون، پير صاحب غازين جو معائنو ڪري، غازين جا ٽولا اندروني طور جماعت جي اصلاح ۽ تربيت سان هر قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ٿيندا ويا.

پير صاحب جماعت کي حڪم ڏنو ته ڪو به ماڻهو ولائتي ڪپڙو نه پائي ۽ پنهنجي ملڪ جو اُٽيل ڪپڙو پائي. هندو مسلمان پاڻ ۾ فساد نه ڪن، ڪين گئوڪوس کان پرهيز جو به حڪم ڏنو هو.

پير صاحب جو سياسي لاڙو ڪانگريس طرف هو، ان ڪري پير صاحب پنهنجي جماعت کي جيڪي حڪم ڏنا هئا، تن ۾ نشونه ڪرڻ، ولائتي ڪپڙي جي بائڪاٽ، هندو مسلم اتحاد جا نُڪتا شامل هئا.

سائين جي. ايم. سيد لکيو آهي ته: "اسان جي طرفان پير صاحب کي جڏهن مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ عرض ڪيو ويو ته شدت سان انڪار ڪندي چيائين ته: "هيءَ انگريزن جي غلامن جي جماعت آهي، ان ۾ آءٌ هرگز شامل نه ٿيندس."

ڊيپلائي صاحب بہ لکيو آهي: ”مسلم ليگ جي سربراهہ جي حيثيت ۾ سائين جي. ايم. سيد پير صاحب سان مليو ۽ کين مسلم ليگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ پيشڪش ڪئي.“ پير صاحب جي. ايم. سيد کي چيو تہ: ”جيڪا جماعت سڀ ڪجهہ انگريزن جي مشورن سان ڪري، جنهن ۾ سمورا سر، خانبهادر، وڏيرا ۽ سيٺيون هجن، اها جماعت آزاديءَ جي دعويٰ ڪيئن ڪري رهي آهي.“ سائينءَ ڪيئي دليل ڏنا، پر پير صاحب چيو: وڙهڻ لاءِ اوهين هوندؤ ۽ فتح وقت واڳون انهن جي هٿ ۾ هونديون، جي انگريزن جا ازلي غلام هوندا، اوهان کي ڪيرمان مک وانگر ڪڍي ڦٽو ڪندا، اوهين پيا ڏکن ڏوراپن وارا ڪتاب ڪڍندا.“

غازين جون رپورٽون سرڪار ۽ سياسي جماعتن تائين پهچنديون رهيون. ولائتي ڪپڙي پائڻ خلاف نڪتل حڪمن ڪان پوءِ حڪومت جي سڄي مشينري تحرڪ ۾ اچي وئي. هڪ سي. آءِ ڊي آفيسر پير صاحب کي اچي چيو تہ سرڪار کي توهان جو اهو طريقو پسند نہ آهي، جنهن موجب امن امان ۾ خلل وجهڻ جو سوچيو ويو آهي. پير صاحب کيس چيو تہ امن امان ۾ خلل وجهڻ جا اسين خواهان نہ آهيون. باقي اسان سان ڪو چيڙ چاڙ ڪندو تہ اهنسا جون ٻڪريون اسين بہ نہ آهيون. اسين ڪنهن جي پسند يا ناپسند سان ٻڌل نہ آهيون. انگريز ست سمنڊ پار ڪري اسان جي ملڪ ۾ من مانيون ڪري رهيا آهن. ان ڪري اسان کي پنهنجي ملڪ ۾ جيئڻ مناسب لڳندو ڪنداسون.

پير صاحب ڪانگريس جو سهڪاري هو پر آل انڊيا سياست جون پيشڪشون ٺڪرائيندي چيائون تہ ”هر ڪنهن جي ڪم ڪرڻ جو طريقو پنهنجو آهي. اسان کي مختلف جماعتن جي ڪيترن ڳالهين ۽ عملي طريقي سان اختلاف آهي.

پير صاحب مجاهدن کي وطن جي آزاديءَ جو درس ڏنو ۽ کين انگريز سامراج جي چالن کان واقف ڪيو ۽ کين سمجهايو تہ ”وطن يا ڪفن“ ۽ ”غلامي نہ کپي“.

ملڪ ۾ ان وقت مسجد منزل گاهہ وارو تنازعو شروع ٿي چڪو هو ۽ هندن ۽ مسلمانن ۾ ڇڪتاڻ وڌي وئي هئي. سرڪاري آفيسرن هڪ سازش تيار ڪرائي، پير صاحب جي ڳوٺ ۾ رهندڙ هندن تي حملي لاءِ تياريون ڪرايون، اها خبر پير صاحب کي پئي تہ غازين کي حڪم ڪيائين تہ هندن جي حفاظت ڪئي وڃي. پير صاحب جي غازين طاقت جو اهڙو مظاهرو ڪيو جو حملي آور حملي جي همت ئي نہ ڪري سگهيا. هندن ان ساراهہ جوڳي ڪارنامي جو اطلاع سکر جي ڪليڪٽر کي ڏنو ۽ اهڙيون تارون مٿي حڪومت کي بہ ڪيون. اهڙيءَ ريت حڪومت جي اها اسڪيم ناڪام وئي ۽ غازين جي پرتيءَ تي پابندي لڳائي.

حڪومت طرفان هڪ ٻي حڪمت عملي سوچي وئي، سکر جي پارسي ڪليڪٽر، جنهن جي مادري زبان گجراتي هئي، ان پير صاحب کي پيغام موڪليو تہ هندن جي جان بچائي، امن قائم ڪرڻ ۾ توهان جيڪو ڪردار ادا ڪيو آهي، ان ڪان خوش ٿي سرڪار توهان لاءِ هڪ تلوار ۽ بندوق انعام طور ڏيڻ ۽ اوهان کي خطاب ڏيڻ جي سفارش منظور ڪئي آهي. ان تي پير صاحب ڪليڪٽر کي جواب موڪليو تہ هٿيار اسان وٽ موجود آهن ۽ ”پير پاڳارو“ جو خانداني خطاب اسان لاءِ ڪافي آهي. پير صاحب جو اهو جواب ٻڌي ڪليڪٽر چوائي موڪليو تہ: ”پير صاحب جن وڏي غلطي تا ڪن. حڪومت سندن انڪار کي شڪ جي نگاهہ سان ڏسندي.“

انگريز سرڪار جڏهن پنهنجو هر حربو ناڪام ڏٺو تہ پوءِ ظلم ۽ ڏاڍ تي لهي آئي. پوليس آفيسرن معرفت، پير صاحب جي سمورن برجستن مريدن خلاف ڪاغذي ڪارروايون شروع ڪيون ويون. پير صاحب سانگهڙ لڳ گڙنگ بنگلي کي پنهنجو مرڪز بڻايو ۽ برجستن ماڻهن کي سپاهيانہ زندگيءَ جي تربيت ڏئي کين پوريءَ طرح آزمايو.

انگريزن خلاف سڄي جماعت ۾ عام طرح ۽ غازين ۽ اڳواڻن ۾ خاص طرح، نفرت جو جذبو پيدا ٿي چڪو هو. ٻئي طرف انگريز حڪومت بہ پير صاحب کي ذهني طور باغي تسليم ڪري چڪي هئي ۽ ان ڪنهن بہ ريت ٽڪراءَ ۾ اچي پير صاحب کي گرفت ۾ آڻڻ ٿي چاهيو. ان مقصد لاءِ هنن هيٺيان طريقا اختيار ڪيا:

(1) هر قسم جي ڏوهہ کي بنا جانچ جونچ جي حُرن ڏانهن منسوب ڪري خاص خاص برجستن ماڻهن جي گرفتاريءَ لاءِ رڪارڊ ٺاهيا ويا.

(2) ننڍن وڏن حُرن لاءِ حد جي پوليس ٿاڻن تي هفتيوار حاضريون مقرر ڪيون ويون. اها حاضري ڪن جي لاءِ هفتي ۾ هڪ دفعو، ڪن لاءِ هفتي ۾ ٻي دفعا تہ ڪن لاءِ روزانو مقرر ڪئي وئي.

(3) پير صاحب جي گڙنگ واري بنگلي تي چوڪسيءَ لاءِ پوليس جو مختصر عملو مقرر ڪيو ويو.

حڪومت طرفان حرن لاءِ ٻي مصيبت اها عام ڪئي وئي تہ اوسي پاسي جي هر چوري ۽ ڌاڙي جو الزام مٿن لڳائي کين جيلن ۾ بند ڪيو ٿي ويو. ان وقت جوڌپور ۽ جيسلمير مان عام ڌاڙيل سرحد ٽپي ٿرپارڪر جي ماڻهن کي لٽيندا هئا، پر ان جو الزام بہ حُرن تي مڙهيو ويندو هو.

حرن جي ٿاڻن تي حاضريءَ خلاف پير صاحب انگريز حڪومت وٽ سخت احتجاج ڪيو ۽ چيو تہ جيڪو شخص ڏهہ ميل پنڌ ڪري ٿاڻي تي پهچندو، اهو پنهنجي ٻارن ٻچن لاءِ ڪهڙي وقت پورهيو ڪندو ۽ سندس ٻچن جي پرورش ڪيئن ٿي سگهندي!

اهڙي مضبوط دليل کي ٻڌڻ جي باوجود پوليس ابتو قدم کنيو ۽ جن جي حاضري هفتي ۾ هڪ يا ٻہ دفعا هئي، تن جي بہ روزانو حاضري مقرر ڪئي وئي.

سنڌ اسيمبليءَ جي 29 نومبر 1940ع واري اجلاس ۾ تعلقي سانگهڙ جي رهواسين جي روزانو ٿاڻن تي حاضري، سندن ٻارن ٻچن جي مستقبل وارن مسئلن تي بحث مباحثو بہ ٿيو پر وريو ڪجهہ بہ نہ.

پير صاحب حڪومت جي ضد ۽ نا انصافيءَ کان تنگ ٿي، جماعت جي ڪجهہ چونڊ ماڻهن کي چيو تہ اوهين روپوش ٿي وڃو ۽ حاضريءَ لاءِ ٿاڻن تي هرگز نہ وڃو. اُهي چونڊ فقير روپوش ٿي ويا. حڪومت طرفان پير صاحب تي زور رکيو ويو تہ اهي ماڻهو پيدا ڪيا وڃن، پير صاحب کين چيو تہ سرڪار پاڻ وڃي اُهي ماڻهو ڳولي هٿ ڪري. انگريز سرڪار جا هن معاملي بابت مقرر سرڪاري ڪامورا، پير صاحب ۽ سندس فقيرن خلاف هر قسم جون رپورٽون موڪليندا رهيا. پوليس حرن کي Notified Criminal Tribes قرار ڏئي ڇڏيو ان ريت پير صاحب ۽ سندس مريدن خلاف ڪيتريون رپورٽون حڪومت وٽ جمع ٿينديون رهيون. آخر 1941ع ۾ پير صاحب کي گڙنگ بنگلي تان نظربنديءَ لاءِ ڪراچي آندو ويو. سنڌ جي ان وقت

وزيراعظم سر غلام حسين هدايت الله پير صاحب کي چيو تہ اوهان جون موجوده سرگرميون جهڙوڪ غازين جي پرتي، حڪومت کي سخت ناگوار گذرن ٿيون ۽ انهن سان سنڌ ۾ امن امان جو خطرو وڌي ويو آهي، ان ڪري توهان کي ڪراچيءَ ۾ رهڻو پوندو. پير صاحب کيس جواب ڏنو تہ: ”ڇا مسلم ليگ پنهنجو نيشنل گارڊ نہ ٺاهيو آهي؟ ڇا ڪانگريس پنهنجا والنٽيئر جٿا نہ ٺاهيا آهن؟ ڇا راشٽريہ شيوڪ سنگهہ وارن پنهنجا دَل نہ ٺاهيا آهن؟ ڇا انهن سڀني جو مقصد وطن جي آزادي نہ آهي؟ جيڪڏهن رڳو مون ٿي جرم ڪيو آهي تہ مون کي زباني نہ، تحريري حڪم ڏيو، ٻيءَ صورت ۾ مان مهمان طور رهڻ جو پابند نہ آهيان.“

پير صاحب کي تحريري حڪم نہ مليو. ان ڪري ٻن ٽن ڏينهن کان پوءِ پير صاحب ڪراچيءَ واري بنگلي کان ڪار ذريعي سانگهڙ اچي پهتو. ڳڙنگ پهچي غازين کي خاص هدايتون ڏنائون تہ: ”جيڪڏهن معاملو بگڙجي وڃي تہ باقاعدي منظم ٿي، اسان جي هدايتن مطابق ڪارروايون ڪجو ۽ پنهنجي جدوجهد تيز ڪجو“ اهڙي قسم جون هدايتون ڏيئي پير صاحب، پير جي ڳوٺ پهتو، اتي خاص ماڻهن سان ملاقات ڪري، صبح سوير درگاهہ شريف جي رستي ڪينٽيءَ لاءِ روانو ٿيو تہ شهر کان اڌ ميل پنڌ تي مسلح پوليس جون پنج ٽرڪون ۽ گهوڙيسوار پوليس (جنهن جي قيادت ٿرپارڪر جا ڊپٽي ڪليڪٽر، ٻہ سپرنٽينڊنٽ پوليس ۽ خيرپور رياست جو وڏو وزير سيد اعجاز شاهہ ڪري رهيا هئا) ۽ کيس گرفتار ڪرڻ لاءِ بيٺا هئا. پير صاحب کي گورنر جو حڪم پيش ڪيو ويو. جنهن ۾ ڄاڻايل هو تہ: ”توهان ڪراچيءَ جي حد ۾ اچي رهو.“ پير صاحب کي ڪراچيءَ آندو ويو. چئن ڏينهن کان پوءِ ’ڪيس ڊفينس آف انڊيا ائڪٽ‘ هيٺ گرفتار ڪري لاهور ميل ذريعي، لاهور آندو ويو جتان کيس هندستان موڪليو ويو. ان دوران کيس جبلپور، سيوني ۽ ناگپور جي جيلن ۾ رکيو ويو ۽ سندن خلاف بغاوت جي مقدمي جو مواد گڏ ڪرڻ شروع ڪيو ويو.

پير صاحب جي گرفتاريءَ جي خبر جڏهن حُرن کي پهتي، تہ هنن منظم طريقي سان انگريز حڪومت خلاف گوريلا جنگ شروع ڪري ڇڏي، جنهن ”تئين حُر تحريڪ“ جي صورت اختيار ڪئي. هن تحريڪ انگريز حڪومت کي لوڏي ڇڏيو. سرڪار حُر تحريڪ کي دٻائڻ لاءِ 20 مارچ 1942ع تي سنڌ اسيمبليءَ مان حُر ايڪٽ پاس ڪرايو. جنهن کي 10 اپريل 1942ع تي گورنر منظور ڪيو. حر ايڪٽ هيٺ سمورن حُرن کي دهشتگرد، ڏاڙيل ۽ ڌوهاري قرار ڏنو ويو ۽ حڪم ڪڍيو ويو تہ حُرن جون جائدادون ۽ ملڪيتون تباهہ ۽ ضبط ڪيون وڃن ۽ کين ڏسندي ئي گولي هڻي وڃي.

آرڊر ملندي ئي پوليس ۽ ملٽريءَ ظلم جي باهہ ٻاري ڏني. حُر تہ ڇا، پر حُرن جي اوڙي پاڙي کي بہ نہ ڇڏيائون. سڪرنڊ ۽ ڪينٽيءَ جي وچ ۾ ڳوٺ مياڻ جي رهاڪو پرامن ماڻهن تي انگريز ملٽريءَ، 30 هٿيار بندن جي انڌا ڌنڌ فائرنگ شروع ڪئي ۽ باهہ ٻارينڊڙ ننڍا بم اُڇلايا. اوچتو پليان غازي مجاهد، جيڪي رندن جي ڳوٺ ۾ رهيل هئا، ملٽريءَ تي اچي ڪڙڪيا. غازين جو تعداد 40 هو جن ۾ ڪيترون عورتون بہ شامل هيون. غازين ڀرپور حملو ڪري سو کن ملٽريءَ وارا ماري وڌا، ڪيترا زخمي ڪيا ۽ ٻيا اٿاهہ بارود ۽ هٿيار ڇڏي ڀڄي ويا.

انگريز ملٽريءَ حرن، مريدن ۽ اڻ لاڳاپيل ماڻهن تي حملا شروع ڪري ڏنا. نتيجي طور حُرن ”تنگ آمد بہ جنگ آمد“ واري پاليسي اختيار ڪئي ۽ هنن گوريلا ڪارروايون شروع ڪري ڏنيون هنن سانگهڙ ويجهو مکي ٻيلي کي پنهنجو مرڪز ٺاهيو.

17 مئي 1942ع تي رات جو 12 وڳي حُرن، اُڏيري لعل ۽ ٽنڊي آدم وچ ۾ پليجاڻيءَ ويجهو لاهور ميل کي ڪيرايو. لاهور ميل ۾ خانبهادر الله بخش سومرو، مسٽر نهچلداس وزيراڻي ۽ سر غلام حسين جو پٽ منور حسين سوار هئا، پر حيدرآباد اسٽيشن تي خانبهادر الله بخش سومري کي کو گهَرو دوست خاموشيءَ سان ويٽنگ روم جي پوئين دروازي کان وٺي ويو، جنهن کي حرن جي ڪارروائيءَ جي ڪُڙڪ پئجي وئي هئي. هن حادثي ۾ 32 مسافر مري ويا ۽ اٽڪل 100 کن زخمي ٿيا. سر غلام حسين جو پٽ منور حسين بہ مري ويلن ۾ شامل هو. هندستان ۾ گاڏي ڪيرائڻ جو اهو پهريون واقعو هو جنهن ڪري انگريز سرڪار ۾ ٽرٿلو پئجي ويو ۽ سنڌ ۾ رات جو ريلون هلائڻ بند ڪيون ويون.

پهرين جون 1942ع تي سنڌ ۾ مارشل لا نافذ ڪيو ويو. ان لاءِ اپر سنڌ جو سربراهہ ميجر جنرل رچرڊسن کي مقرر ڪيو ويو. هن فورس جا ٻہ برگيڊ هئا: (1) حيدرآباد برگيڊ ۽ (2) ڪوهاٽ برگيڊ. ڪوهاٽ برگيڊ جو هيڊڪوارٽر سانگهڙ ۾ رکيو ويو. حيدرآباد برگيڊ جو ڪمانڊر برگيڊيئر ليگ لميڊ هو. مسٽر ايچ. ٽي. لئمبرڪ کي مارشل لاءِ ڪمشنر مقرر ڪيو ويو ۽ مسٽر نيگ کي پوليس ڪمشنر مقرر ڪيو ويو. تنهن کان سواءِ هيٺيان فوجي آفيسر مقرر ڪيا ويا. جنرل اعظم خان (ميجر) جنرل اختر ملڪ (ڪئپٽن)، ميجر جنرل وصال احمد (ڪئپٽن سراغ رساني)، جنرل محسن عباس (ڪئپٽن)، جنرل شرن سنگهہ (ميجر)، رٽائرڊ ايئر مارشل اصغر خان (هوائي پائلٽ)، شنڪر سنگهہ آڏواڻي ۽ حيدرآباد جيل جو سپرنٽينڊنٽ مسٽر لانگ هئا.

مارشل لا تحت هيٺيان فورس شامل هئا:

**هوائي فوج:** 12 اسڪواڊرن، 24 جهاز، 150 ماڻهن جو عملو. هيڊ ڪوارٽر سکر.

**پيدل فوج:** Infantry 3 ڊويزنون، 60 هزار سپاهي، هيڊڪوارٽر حيدرآباد ۽ سکر.

**موٽر ٽرانسپورٽ سيڪشن:** (M. T. Section) 4 اسڪواڊرن، 600 لاريون، هيڊڪوارٽر شهدادپور ۽ ڪيٽي.

**اُٺ ۽ گهوڙيسوار:** 8 اسڪواڊرن، 2400 ماڻهن جو عملو. هيڊڪوارٽر جمڙائو ۽ هٿونگو.

مارشل لا هيٺ سمورين ايراضين سان فوجي قانون لاڳو ڪيو ويو. هر تعلقي ۾ وڌ ۾ وڌ چار ۽ گهٽ ۾ گهٽ ٻہ فوجي عدالتون مقرر ڪيون ويون. هر هڪ ڪورٽ ۾ چار فوجي آفيسر جج طور مقرر ڪيا ويا. جن ۾ ٽي ليفٽيننٽ جي عهدي کان وٺي، ميجر جي عهدي وارا آفيسر هئا. هڪ ڪرنل يا ليفٽيننٽ ڪرنل چيف جج جي حيثيت ۾ مٿائن مقرر هو.

انگريز سرڪار ملٽريءَ جي مدد سان بربريت جو طوفان ٻاري ڏنو. حُرن جا سينا گولين سان پروڻ ڪيا ويا. حُرن لاءِ خاص (لوڙها: Concentration Camps) قائم ڪيا ويا. اهي لوڙها جوهي، نوابشاهہ، جهول، سنجهوري، ڪپري، سانگهڙ، پٺوري، ميرپورخاص، جروار (ميرپور ماٿيلي) ۽ ٻين ڪيترن شهرن ۾ قائم ڪيا ويا. جتي حُرن کي ٻارن ٻچن سوڌو ٻڪرين ۽ رڍن وانگر واڙيو ويو. صرف ڪپري جي لوڙهي ۾ اڍائي هزار حُر قيد هئا. جتي

سوين ٻار، عورتون ۽ پوڙها مرد بُک ۽ اُڃ وگهي مري ويا. پير صاحب جي مريدن کي ڪورٽ مارشل ڪري مارشل لا تحت سزائون ڏنيون ويون. لاتعداد مردن کي هڪ ٻئي ڏينهن تي ڦاسيءَ جي سزا ڏئي، ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو. مجاهد نعرا هڻندا وڃي ڦاسيءَ تي چڙهندا هئا. سندن جذبہ ايثار کي ڏسي انگريزن کي ڏندين آڱريون اچي وينديون هيون.

انگريز سرڪار جون فوجون سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويون. عورتن سان بہ شرمناڪ سلوڪ روا رکيو ويو.

ظلم کي منهن ڏيڻ لاءِ غازين منظم طريقي کي اختيار ڪيو حرن جون ڪيتريون بهادر عورتون بہ ظلم خلاف ميدان ۾ لٿيون ۽ مختلف روپن ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙجي ويون. هنن مختلف ٽريننگون ورتيون. ڪي نرسون ٿيون، ڪي شهسوار، ڪي بندوق باز، ڪي ڳائٽيون تہ ڪيَ مخبر. اهڙيءَ طرح اهي سڄي علائقي ۾ پکڙجي ويون. انهن مان ڪيترين عورتن انگريز ملٽريءَ تي گوليون هلايون. زخمين لاءِ ويس مٿائي دور دراز کان دَوا درمل آڻينديون هيون. پنهنجن گهر وارن کي غازين ۾ شامل ٿيڻ لاءِ همٿائينديون هيون. آفيسرن جي مخبري ڪنديون هيون ۽ غازين کي آگاهہ ڪنديون هيون. حُرن انگريزن جي هر نڪاٽي تي حملو ڪيو. هنن سنڌ جي وڏيرن ۽ زميندارن کي سول نافرماني ڪرڻ لاءِ پنهنجي خفيہ پريس مان نوٽيس موڪليو تہ آئيندي سرڪار کي ڍل ڏيڻ بدران حُر غازين کي پهچائي وڃي. ان تي زميندارن جا وائيسر بتال ٿي ويا.

سي. آءِ. ڊي وارن ڪيترين پريسن تي ڇاپا هنيا. ڪيترن هنڌن تي چوڪسي رکي وئي. ٽپيدارن روزانو ڦرجڻ جي دانهن ڪئي. سرڪار حڪم ڪڍيو تہ مارشل لا ايراضي ۾ ڪو بہ ٽپيدار ڍل اوڳاڙڻ نہ وڃي، پر زميندار پاڻ ئي اچي تعلقي آفيس ۾ ڍل ڀيڙي. نتيجي طور ڪيترا زميندار آفيسن ۾ اچي ڍلون ڀيڙڻ لڳا ۽ ان دوران ڪٿي ڪٿي سندن ڦرجڻ جا واقعا بہ ٿيا.

خيرپور رياست جي ڪماني پوليس، سيد غلام رسول شاهہ، خيرپور جي حُرن ۽ عام امن پاسند شهرين سان ظلم ٻاري ڇڏيو. مٿائن اوچتا حملا ڪرائي ڪين قيد ڪندو هو. هٿ آيل مجبور عورتن سان انسانيت سوز ظلم ڪندو هو ۽ اعلان ڪندو هو تہ حُرن ۾ هجي ڪا همت تہ اچي منهنجو نالو وٺن.

حُرن طرفان ڪيس منهن ڏيڻ لاءِ رٿا جوڙي وئي. ڳوٺ ڪنواريءَ ۾ هٿيارن سان ليس پهريدار بيٺل هئا ۽ مشين گنون فٽ ٿيل هيون پر حُرن وڃي ڪمانيءَ کي سوگهو ڪيو. غلام رسول شاهہ گهٽوئي ليلايو پر حرن ڪيس ڳيا ڳيا ڪري ڇڏيو. غلام رسول شاهہ جي قتل ٿيڻ سان حرن تہ خوشيون ڪيون، پر سڄيءَ سنڌ جي عوام بہ مسرت جا نعرا هنيا. انهيءَ قتل ۾ حُرن جا مک اڳواڻ ڦوٽو چانگ، جڙيو خاصخيلي، علي شير ۽ هيا شامل هئا.

حرن کي مڪمل طور تباهہ ڪرڻ لاءِ سرڪار پاران سندن خاص مرڪز مڪي ٻيلي تي ڀرپور حملو ڪيو ويو. ٻيلي جي ٻاهر اٽڪل ڇهہ پلاٽون فرنٽيئر ڪنسٽيبلري، 100 پنجاب پوليس، سکر جي رزرو پوليس جو وڏو تعداد ۽ ٻين ضلعن مان مسلح پوليس گهرائي بيهاري وئي. انگريز سرڪار کي هن تنظيم کي برباد ڪرڻو هو نتيجو اهو نڪتو جو هڪ طرف سکر کان سانگهڙ تائين، ٻئي طرف سعيدآباد کان ڪڏڙي تائين، ٽئين طرف هٿونگي کان شهدادپور تائين ۽ چوٿين طرف جيسلمير کان چوٽيارين تائين جنگ جو نظارو پسڻ ۾ ٿي آيو.

مڪي ٻيلي تي حملي لاءِ پهريائين يونائيٽيڊ اسٽيٽ آف آمريڪا جي ايئرفورس جي ٽرانسپورٽ هوائي جهازن مان فوٽو ڪڍيا ويا. هر مهيني ملٽريءَ جو تعداد وڌايو ويو. مڪي ٻيلي تي بمباري ڪئي وئي، جنهن ۾ ڏاڍي تباهي ٿي. بمن ذريعي آتشگير مادو اڇلايو ويو جنهن سان چوڌاري باهہ لڳي ويندي هئي ۽ وڻ ٽڻ سڙي ناس ٿي ويا. محمد عثمان ڏيپلائي صاحب "سانگهڙ" ناول ۾ لکيو آهي تہ: "جيئن تہ حرن جو وڏو تعداد مڪي ٻيلي ۾ رهندو هو انهيءَ ڪري هنن جو سڄو بارود سڙي ويو" اهو طريقو هنن ڪيترن ڳوٺن سان جاري رکيو سوين ملٽريءَ وارا اوچتو ڪنهن نہ ڪنهن ڳوٺ تي حملو ڪري ماڻهن کي گولين سان ۽ ڳوٺن کي بمن سان اُڏائي ڇڏيندا هئا.

حُرن ۽ سندن ڳوٺن کي تباهہ ڪرڻ سان گڏوگڏ انگريز ملٽري، پير صاحب جي سموري ملڪيت کي تباهہ ڪرڻ جو فيصلو ڪري چڪي هئي.

22 آگسٽ 1942ع تي پيرجي ڳوٺ ۾ درگاهہ جي ڪوٽ ڪيرائڻ لاءِ حملو ڪيو ويو. ڪوٽ جي ٻاهرين پٽ، (جيڪا چاليهہ فوٽ اُوچي ۽ ويهہ فوٽ ويڪري هئي) جي اندران درگاهہ، مسجد، بنگلا ۽ ڪيتريون حويليون موجود هيون. مسجد ۽ درگاهہ سيد محمد راشد روضي ڌڻي کان سواءِ باقي هر شيءِ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويو ڪوٽ مان حاصل ڪيل، اناج حيدرآباد موڪليو ويو جاين مان نڪتل ڪاٺ ۽ شهتير C. R. E ڏانهن موڪليا ويا.

سڄي هندستان جون اکيون ان وقت سنڌ ۾ هيون ۽ سنڌ جي رهواسين پنهنجي ڌرتيءَ کي آزاد ڪرائڻ لاءِ رت جا درياهہ وهائي ڇڏيا.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکيو آهي تہ "ان وقت سنڌ ۾ مارشل لا آفيسر جي رعب تاب ذريعي اهڙو تہ هيبتناڪ ماحول پيدا ڪيو ويو هو جو پير صاحب جن جي حمايت ۾ ڪن ٿورن کي حق جي ڪلمي چوڻ جي توفيق ٿي. ان وقت مسلم ليگ پوري طاقت ۾ هئي. جڏهن عليڳڙهہ مسلم يونيورسٽيءَ مان ڪي شاگرد ان وقت وفد وٺي دهليءَ ۾ مرحوم لياقت علي خان سان وڃي مليا، تڏهن هن چيو: "اسان کي پير صاحب پاڳاري لاءِ پوري همدردي آهي، پر سنڌ جي مسلم ليگي ليڊرن ۾ جرئت ڪانهي، جو پير صاحب جي حمايت ۾ ڪو هٿ ڏگهيرين ۽ اسان کي مداخلت جو موقعو ڏين."

پير صاحب جي گڙنگ بنگلي کي بہ بمن سان اُڏايو ويو بمن هڻڻ کان اڳ ۾ گڙنگ واري بنگلي کي لٽيو ويو، ان مان حاصل ڪيل ملڪيت ڪجهہ سرڪار وٽ جمع ڪئي وئي ۽ ڪجهہ فوجين پاڻ ۾ ورهائي ڪنئي. سرڪاري انگن اکرن مطابق هڪ وڏو تعداد سون ۽ چانديءَ جي زيورن ۽ سڪن جو جن جي قيمت اٽڪل بہ لک هئي، پنجن لکن جا نوٽ، چوٽيتاليهہ رائفلون ۽ چوڏهن مختلف قسمن جا ريوالور، اهو سڀ سامان ايمپريل بئنڪ حيدرآباد ۾ جمع ڪرايو ويو.

پير صاحب پاڳاري لُٽيل ملڪيت جو انگ هڪ ارب روپيا ٻڌايو هو.

14 جنوري 1943ع تي پير سائين پاڳاري کي هوائي جهاز ۾ حيدرآباد آندو ويو جهاز هولهاڙي ايئرو ڊرم تي لٿو جيڪو حيدرآباد کان ٽيرهن ميل پري هو جتان ڪيس ڪار رستي سينٽرل جيل آندو ويو جيئن پير صاحب تي 'حُر بغاوت' جو مارشل لا هيٺ ڪيس هلايو وڃي.

سينٽرل جيل ۾ سخت حفاظتي اُپاءَ ورتا ويا. اڳ ۾ قيد ٿيل حُرن کي ٻين شهرن جي جيلن ڏانهن موڪليو ويو. پوليس ۽ فوج جو وڏو تعداد جيل اندر ۽ ٻاهر بيهاريو ويو. پير صاحب کي ملٽري ٽريبونل آڏو بيهاريو ويو. ڪيس سرڪاري وڪيل ڏنو ويو اهو ڪيس 26 ڏينهن هليو. مقدمي دوران پير صاحب کي جهڪائڻ لاءِ حڪومت طرفان ڪي ماڻهو به موڪليا ويا ته جيڪڏهن پير صاحب معافي وٺي، پر پير صاحب جو چوڻ هو ته "ستن سمنڊن کان نازل ٿيل سامراجي، جن اسان جي ڌرتيءَ تي قبضو ڪيو آهي ۽ بغير ڪنهن سبب جي گرفتار ڪري غازين، مريدن ۽ غير مريدن جو قتل عام ڪيو. ڳوٺن تي حملا ڪري هر شيءِ لُٽي، بمباري ڪري تباهي مچائي، گهر لُٽيا ۽ ملڪيتون لُٽيون، تن کان ڪهڙي معافي!"

ڪيس هليو. ٽريبونل آخر هيئين فيصلو ٻڌايو: "پير صاحب صبغة الله شاهه کي انگريز بادشاهه سلامت خلاف جنگ جي سازش ڪرڻ سبب ڏوهاري قرار ڏئي ڪيس ڦاسيءَ جو سزاوار قرار ڏجي ٿو."

20 مارچ 1943ع تي سينٽرل جيل حيدرآباد، سنڌ ۾ هن عظيم انسان کي ڦاسي ڏيئي شهيد ڪيو ويو. پير صاحب جي شهادت کان پوءِ خاص مريدن کي گهرائي سندس آخري ديدار ڪرايو ويو. پر عام مريدن کي پير صاحب جي شهادت جو يقين نه آيو. سندن گمان ان وقت يقين ۾ اچي ويو جڏهن پير صاحب جي دفن ٿيڻ واري جڳهه ڪنهن کي به نه ٻڌائي وئي.

پير صاحب جي گادي سرڪاري طور تي منسوخ ڪئي وئي ۽ سندس درگاهه سيل ڪئي وئي. سندس ٻن فرزندن، سيد سڪندر علي شاهه (شاهه مردان شاهه ثاني، ستون پير پاڳارو) ۽ سيد نادر علي شاهه کي لنڊن موڪليو ويو. جتي سندن پڙهائيءَ جو انگريزن بندوبست ڪيو.

ملڪ مان مئي 1943ع ۾ مارشل لا کڻي وئي، پر "حُر ايڪٽ" جاري رهيو. حرن جي زمينن تي قبضا ڪيا ويا. حرن جي ٻارن کي 'حُر اسڪول' جي نالي هڪ اهڙي قيد خاني ۾ بند ڪيو ويو. جتي مٿن هر قسم جا ظلم ڪيا ويا. پوليس کي جتي وڻندو هو. مردن توڙي عورتن کي حر قرار ڏئي جيل ۾ وجهي سٽيندا هئا. گرفتار ٿيل ماڻهن ۾ هزارين عورتون ۽ ٻار به شامل هئا.

نيٺ انهن ظلمن جي پڄاڻي ٿي. انگريزن هندستان خالي ڪيو. 14 آگسٽ 1947ع تي سنڌ کي پاڪستان جو صوبو بنايو ويو. حر ايڪٽ جي خاتمي ۽ پير صاحب پاڳاري جي گاديءَ جي بحاليءَ لاءِ سڀ کان پهرين حرن پير افضل شاهه جيلاني، چنانهه (ضلعي جهنگ، پنجاب) ذريعي ڪوشش ڪئي، جنهن قائداعظم محمد علي جناح سان ملاقات ڪئي، جنهن معاملي کي جلد حل ڪرائڻ جي خاطري ڏياري، پر هو 11 سيپٽمبر 1948ع وفات ڪري ويو ان کان پوءِ پير صاحب هڪ نمائنده وفد وٺي، نوابزاده لياقت علي خان (وزيراعظم) ۽ وزيراعليٰ سنڌ محمد ايوب کهڙي سان مليو ۽ کين لوڙهن جي خاتمي، پير صاحب جي گاديءَ جي بحاليءَ ۽ سندن فرزندن جي انگلنڊ مان واپسيءَ لاءِ زور ڀريائين. ان وچ ۾ سنڌ جو گورنر شيخ دين محمد ٿيو جيڪو سيد محمد افضل شاهه جو مريد هو هن پير صاحب سان گڏجي، درگاهه شريف ۽ لوڙهن ۾ بند حرن جي حالتن جو معائنو ڪيو ۽ 1951ع ۾ هن جي ڪوشش سان درگاهه تي لڳل پابنديون ختم ڪري، پير صاحب پاڳاري جي گادي بحال ڪئي وئي. سورهيه بادشاهه جا ٻئي فرزند سنڌ واپس گهرايا ويا ۽ 4 فيبروري 1952ع تي پير پاڳاري شاهه مردان شاهه ثاني (1928-2012ع) جي دستاربندي ڪئي وئي. ان کان پوءِ حر ڪئمپن (لوڙهن) جو خاتمو آڻي، حرن کي آزاد ڪيو ويو اهڙيءَ طرح حر پاڪستان ٺهڻ ۽ سنڌ آزاد ٿيڻ کان پوءِ به تقريباً 5 سال لوڙهن ۾ قيد رهيا. لوڙهن جي خاتمي بعد هن عظيم حُر تحريڪ جي پڄاڻي ٿي.

حر تحريڪ برصغير ۽ سنڌ جي آزاديءَ جو هڪ لازوال باب آهي. هن تحريڪ ۾ شامل فردن قربانيءَ جو هڪ اهڙو مثال پيش ڪيو. جنهن کي سنڌ ۽ برصغير جي تاريخ ۾ هميشه سونهري لفظن سان ياد ڪيو ويندو.

(وڌيڪ ڏسو: پير پاڳارا خاندان، جلد ٽيون)

**حر تحريڪ** (ڪتاب): هي ڪتاب انگريز سامراجيت خلاف حُرن جي سئو سالا جنگ بابت لکيل آهي. پروفيسر محمد عمر چنڊ پير پاڳارن ۽ سندن مريد حُرن پاران انگريز سامراج خلاف هلايل تحريڪ جي حقيقتن تي مبني هن ڪتاب جي تياريءَ لاءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان ڪيترين طويل ڪچهرين ڪيون ۽ اُهي سموريون حقيقتون گڏ ڪيون. جن کان سنڌ جو عوام بي خبر هو ۽ سنڌ جو خاص طبقو اُنهن حقيقتن تي پرده پوشي ڪري رهيو هو. هن ڪتاب ۾ پير صاحب پاڳارن ۽ سندن درگاهه جي مجموعي حالتن، انگريزن ۽ سندن چاڙتن جي ڪارروائين جو تفصيلي ذڪر موجود آهي. هن ڪتاب ۾ لاڳاپيل بزرگن جون تصويرون به ڏنيون ويون آهن. ڪتاب جي بئڪ ٽائٽل تي مصنف محمد عمر چنڊ جو تعارف ڏنل آهي. هي ڪتاب 2002ع ۾ مشعل پبليڪيشن ڪراچيءَ چار رنگي ٽائيٽل ۽ ڪچي جلد سان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. ڪتاب 486 صفحن تي مشتمل آهي ۽ اُن جي قيمت 200 روپيا آهي.




**حر تحريڪ ۽ سورهيه بادشاهه** (ڪتاب): هي ڪتاب حر تحريڪ جي باري ۾ مختلف محققن ۽ ليکڪن جي مضمونن تي مشتمل آهي. اهڙن مضمون نگار محققن ۾ سائين جي. ايم. سيد، پروفيسر ڊاڪٽر ممتاز ڀٽو، پروفيسر محمد عمر چنڊ، عزيز ڪنگراڻي ۽ منصور قادر جوڻيجي جا مضمون شامل آهن. هن ڪتاب کي نوجوان اديب منصور قادر جوڻيجي ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ حر تحريڪ جي تاريخ سان گڏ سورهيه بادشاهه سيد صبغة الله شاهه جي شخصيت، ٻچو بادشاهه، سانگهڙ سرڪار ۽ حُر ڪئمپ جوهيءَ بابت روشني وڌل آهي. ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ سورهيه بادشاهه جا قول ڏنا ويا آهن. چار رنگي ٽائٽل ۽ ڪچي جلد واري هن ڪتاب ۾ 112 صفحا آهن. جنهن جي قيمت 60 روپيا آهي ۽ ڪتاب ساگر پبلشنگ، هائوس ڪراچيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.



**حرف هيرن جهڙا** (ڪتاب): لوڪ شاعريءَ تي مشتمل هيءُ ڪتاب ناميارو سگهڙ حسين بخش رَڏ ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب تي ٻه اکر سنڌ جي ناليواري محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيا آهن. جڏهن ته ڪتاب جو 'پيش لفظ' نامور دانشور محمد ابراهيم جويي لکيو آهي. جويو صاحب لکي ٿو ته: "سنڌي لوڪ ادب، خاص طور سنڌ جي ٻهراڙين ۾، جهڙو اڳي تهڙو اڄ به، عام سِرجي، ٻڌجي ۽ ڳائجي ٿو. اسان وٽ سنڌ جي جهر جهنگ ۾ ريگستانَ توڙي ٽاڪرو علائقن ۾ (۽ ٿرتوڙي ڪڇي ۾) هر هنڌ، ڪٿي ڪچهرين ۾ ڳجهارت، ڏور، ڳالهين ۽ ڪهاڻين ۽ داستان گوئيءَ جي طور، ته ڪٿي سوڻن سائن ۽ شادين، ميلَ ملاقاتن ۽ سير سفر جي موقعن تي، ڳيچن، سهرن، پهاڪن ۽ چوڻين، بيتن ۽ ڪافين جي طور تي سنڌي ٻوليءَ جو هيءُ املهه ورثو ڪم ايندو، گڏ ٿيندو ۽ وڌندو ويجهندو رهي ٿو.




ان ڪانسواءِ ڪتاب ۾ سيد خورشيد شاهه، صالح محمد شاهه، سمي خان پنيري، ڪوثر ٻرڙي ۽ صوفي ٽالپر جا تاثرات به شامل آهن: ڪتاب لوڪ ادب جي حوالي سان، پنجن بابن ۾ ورهايل آهي، جنهن ۾ مختلف سگهڙ شاعرن جي شاعري ڏني وئي آهي. ڪتاب ۾ ڳجهارتون ۽ ڏٺ ڳجهارتون به شامل ڪيون ويون آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جولاءِ 2003ع ۾، سگهڙ حسين بخش رَڏ پاڻ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. پڪي جلد سان، ڊيمي سائيز جو هي ڪتاب 244 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي قيمت 125 رپيا ڄاڻايل آهي.

**حُر ڪئمپ**: جوهي شهر کان اوير- اتر ۾ اٽڪل پنجن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي، جوهي بئراج مان نڪرندڙ هڪ شاخ پر سان موجود حرن جو هيءُ لوڙهو (Concentration Camp) اٽڪل ويهن ايڪڙن جي ايراضيءَ تي مشتمل آهي. لوڙهو ٻن حصن ۾ قائم هو هڪ حصي ۾ باندي ڪٽنبن کي



جوهيءَ واري حر ڪئمپ جو مک دروازو ۽ آثار

رکيو ويندو هو ۽ ٻئي حصي ۾ سرڪاري عملدارن ۽ ڪارندن جون رهائش گاهون ۽ دفتر هئا. تباهه ٿي ويل لوڙهي (ڪئمپ) جي آثارن مان معلوم ٿئي ٿو ته باندي ڪٽنبن جي رهائش وارو حصو سرڪاري ڪارندن جي رهائش ۽ دفتر واري حصي جي نسبت ۾ وڏو هو لوڙهي واري ڪوٽ جي پيڙهه پڪسري آهي. ان ۾ پڪين سرن جو استعمال ٿيل آهي، پر پيڙهه کان مٿي ڪوٽ ڪچو ۽ اوڏڪي تعمير وارو آهي. ڪوٽ کي اتر، اولهه اوير ۽ ڏکڻ کان چار مک دروازا هئا. جيڪي پڪين سرن ۽ سيمينٽ سان ونگن تي جُڙيل هئا. اولهه وارو مک دروازو اڄ سوڌو موجود آهي. غالباً هن ڪوٽ توڙي ٻئي تعميراتي ڪم ۾ حُر مجاهدن کان پورهيو ڪرايو ويندو هو.

اپرندي مک دروازي جو هڪ حصو اڄ سوڌو موجود آهي. ڪوٽ جي چئني ڪنڊن وٽ بُرج يا حفاظتي اڏاوت هئي، جنهن تي چوڪي قائم هوندي هئي. انهيءَ ڪوٽ جي اندر حر مجاهدن جا ڪٽنب واڙيل هئا. اهي جهوپڙين يا ڪمرن ۾ رهندا هئا، ان بابت وثوق سان ڪجهه به چئي نه ٿو سگهجي، چو ته اهڙا ڪي به آثار هاڻي موجود ناهن. ڪوٽ اندر هڪ مسجد به تعمير ٿيل آهي، جيڪا هينئر زبون حال آهي. لوڙهي جي باندين واري حصي ۽ سرڪاري جيل جي وچ ۾ هڪ گهٽي يا گذر گاهه هئي، جيڪا اولهه ۽ اوير طرف کُلندي هئي. ڪوٽ جو ڏاکڻو مک دروازو، سرڪاري عملدارن جي رهائش ۽ دفتر جي اتر واري دروازي وٽ کليو ٿي. جيل خانو، دفتر ۽ عملدارن جون رهائشون الڳ چوديواري ۾ هيون. حُرن جي لوڙهي کي چوڦير گولبند (Ring Band) آيل هو جيڪو غالباً ٻوڏن جي خطري کان ڏنو ويو هو. لوڙهي جي سرڪاري حصي کي، جنهن ۾ جيل ۽ ٿاڻو قائم هو، ٻن حصن ۾ ورهايو ويو هو. ڪمرن ۽ ڪوٽن جي آثارن مان معلوم ٿئي ٿو ته جيل خانو ۽ رهائش وارا ڪمرا، جيڪي پڪا جوڙايل آهن، تنڊين چوديوارين سان الڳ ڪيا ويا هئا. اهڙين ڪوٺين ۽ ڪمرن جا آثار جيل خاني جي اولهه ۽ اوير ٻنهي پاسن موجود آهن. جيل خاني ۽ ٿاڻي جي عمارت مضبوط ۽ پڪي سِرَ ۽ سيمينٽ جي ٺهيل آهي. جيل خاني جي عمارت کي ورانڊو به آهي ته ان ۾ ٻه پڪا ڪمرا به جوڙايل آهن. ورانڊي جي ڇت گارڊرن ۽ ٽيئرن سان تعمير ٿيل آهي. جيل جي ڪمرن جون ڇتيون ڪليل آهن، جن کي لوهي جارين سان بند ڪيو ويو آهي. انهن ڪمرن کي وري ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. ڪمرن جا پويان حصا ڪولي يا ڪال ڪوٺڙيءَ جو ڏيک ڏين ٿا. جيل جي عمارت مٿان اتر- اوير واري ڪنڊ تي برج نما مورچو اڏيل آهي، جنهن وسيلي ڪئمپ جي ٻنهي حصن تي آسانيءَ سان نظرداري ڪئي ٿي وئي. هن جيل خاني تي 1946ع جو سن لڳل آهي، جيڪو غالباً جيل خاني جي تعميراتي سال کي ظاهر ڪري ٿو. هن وقت هيءُ جيل خانو 'گورنمينٽ پرائمري اسڪول حُر ڪئمپ' طور قائم آهي.

هڪ اندازي موجب جوهيءَ واري هن لوڙهي ۾ حُر مجاهدن کي غالباً 1941ع کانپوءِ آڻي قيد ڪيو ويو هو. تاريخي طور حُر تحريڪ ۾ شدت ۽ حُر مجاهدن جي گرفتارين وارو زمانو 1940ع کان شروع ٿئي ٿو. حرن جي لوڙهن ۾ قيد ٿيڻ وارو ٻيو زمانو 1941ع کان ليکي سگهجي ٿو. هن ئي دور ۾ حُر ايڪٽ به مڙهيو ويو ته مارشل لا پڻ لاڳو ڪيو ويو هو.

جوهيءَ واري ڪئمپ ۾ حُر مجاهدن، ڪٽنبن سميت قيد جون اذيتون سليون هيون. جوهي توڙي وارهه وارن لوڙهن ۾ ڪيئي ماڻهو مري به ويا هئا، ڇا ڪاڻ ته جيلن ۾ ڪو به ڊاڪٽر نه هوندو هو. ڪيترن ماڻهن جو مال گم ٿي ويو ڪن جون ملڪيتون ضبط ڪيون ويون. قيدي حُرن جي هر روز حاضري ٿيندي هئي. مرد ۽ عورتون قطارن ۾ ويهاريا ويندا هئا. لوڙهي جو منشي، سندن حاضري وٺندو هو. جانورن جي ڳڻپ ٿيندي هئي. مال گم ٿيندو هو ته سزا مالڪ کي ملندي هئي. پوليس جو پڳهار حُرن جي ڪمائيءَ

مان ڪڍيو ويندو هو. جوهيءَ واري لوڙهي ۾ حُرن جا ڪيترائي ڪٽنب قيدي بڻايا ويا هئا. قيد ۾ رهندي ڪيترا نفسياتي طور ڇيڙاڪ ۽ جهڳڙالو بہ بڻجي ويا هئا. سنڌ ۾ هين بہ ڪيترن هنڌن تي هُر جانثارن کي لوڙهن ۾ قيد ڪري انگريز حاڪمن اذيتون ڏنيون.

- حيدرآباد ۾ غلام شاهہ ڪلهوڙي جي مقبري واري هنڌ ۽ ان کان هيٺئين علائقي کي حُر ڪئمپ سڏيو ويندو هو ۽اڄ تائين اهو علائقو حر ڪئمپ سڏجي ٿو.

**حر گوريلا تحريڪ** (ڪتاب): هي ڪتاب رٽائرڊ آءِ. جي. سنڌ آفتاب نبي، ڪرنل وصال محمد خان، وليداد ولي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي مختلف مضمونن تي مشتمل آهي، جن ۾ انگريز سامراج خلاف حر تحريڪ جي جدوجهد ۽ گوريلا جنگين جو ذڪر آهي. هن ڪتاب ۾ حر گوريلا جنگ جي شروعات کان وٺي سورهيہ بادشاهہ جي شهادت تائين جو احوال موجود آهي. هي ڪتاب سنڌيڪا اڪيڊميءَ جي سرواڻ نور احمد ميمڻ، سهيڙي، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچيءَ پاران چار رنگي ٽائٽل ۽ پڪي جلد سان 2002ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هي ڪتاب 153 صفحن تي مشتمل آهي ۽ اُن جي قيمت 100 روپيا آهي.




**حر گوريلا جنگ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور انگريز ليکڪ ايچ. ٽي. لئمبرڪ جي ڪتاب 'Terorist' جو سنڌي ترجمو آهي، جيڪو سنڌيءَ جي ناميارِي ترجمي نگار عطا محمد ڀنڀري ڪيو آهي. هن ڪتاب جو موضوع 1942ع کان 1952ع تائين حر جماعت سان ٿيندڙ ظلم ۽ زيادتين جو بيان آهي، جنهن کي ايچ. ٽي. لئمبرڪ انگريز سرڪار جي نقطہ نظر کان لکيو آهي، تڏهن بہ ڪتاب ۾ موجود حوالا ۽ ان دور جو بيان تاريخي حيثيت رکي ٿو.




هن ڪتاب جو مقدمو محمد عمر چند لکيو آهي، جنهن ۾ هن انگريز سرڪار جي نقطي نظر کي مڪمل دليلن سان رد ڪيو آهي ۽ ثابت ڪيو آهي تہ حُر وطن جي آزاديءَ جا مجاهد هئا نہ ڪي ڌوهاري. ڊيمي سائيز سان پڪي جلد وارو هيءُ ڪتاب 348 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو نيو فيلڊس پبليڪيشن پاران نومبر 2000ع ۾ ڇپيو ۽ هن جو ٻيو ڇاپو سنڌيڪا اڪيڊميءَ ڇاپيو. جڏهن تہ ڪتاب جو ٽيون ڇاپو سنڌي ساهت گهر 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**حَرَم**: حرم جي لغوي معنيٰ ممنوع آهي. اسلامي اصطلاح ۾ مڪي، مديني ۽ ان جي ارد گرد چند ميلن تائين علائقي کي حَرَم چئجي ٿو اڪثر انهن علائقن کي حرمين پڻ چيو وڃي ٿو انهن کي حرم چوڻ جو سبب اهو آهي تہ الله تعاليٰ انهن علائقن جي عزت ۽ مرتبو اعليٰ ڪيو آهي جنهن ڪري اتي ڪجهہ افعال ۽ اقدامات ممنوع آهن. مثلاً اتي جنگ نٿي ڪري سگهجي. وڻن کي نہ وڍي سگهبو آهي. حرم وارن علائقن ۾ داخل ٿيندڙ شخص محفوظ رهندو آهي. ايتري قدر جو جيڪڏهن قاتل بہ انهن علائقن ۾ داخل ٿي ويندو آهي تہ ان کي بہ گرفتار نہ ٿو ڪري سگهجي.

حرم اهڙيءَ جڳهہ کي بہ چئجي ٿو جيڪا صرف ۽ صرف عبادت لاءِ مخصوص هجي. قديم دؤر ۾ عبرانين وٽ پناهہ حاصل ڪرڻ لاءِ شهرن ۾ حرم موجود هئا. مصر ۾ پڻ اهڙيون پناهہ گاهون هونديون هيون. يونان ۾ پڻ اهڙيون پناهہ واريون جايون حرم سڏبيون هيون. عرب ۾ خانہ ڪعبہ ۽ پرپاسي جي علائقي کي حرم قرار ڏنو ويو، جتي ڪنهن بہ قسم جي چوري، ڦرلٽ ۽ قتل غارت جي منع ٿيل هئي. انهن هنڌن کي اڄ تائين احترام ۽ تقدس جي ساڳي حيثيت حاصل آهي.

**حُرمت شيدڻ**: سماجي خدمتگار عورت. حرمت شيدڻ 1922ع ڌاري جيڪب آباد شهر ۾ ڄائي. هيءَ دائپو ڪري پنهنجو گذر سفر ڪندي هئي. ڪيس هميشہ مردانا ۽ سفيد رنگ جا ڪپڙا پاتل هوندا هئا. سندس سماجي خدمتن عيوض جيڪب آباد واسين کيس ڪيترا ڀيرا ميونسپل ڪميٽيءَ جو ڪائونسلر چونڊيو. شادين مرادين ۾ عورتون کيس خاص مهمان طور گهر وٺي وينديون هيون. هڪ ڀيري نور واهہ وارين شاخن تي ٻن چورن کيس ڦرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن دلير عورت ٻنهي کي ماري ڪٽي ٻڌي اچي ٿاڻي ۾ پيش ڪيو. هڪ ڀيري هڪ چور سندس گهر ۾ گهڙيو، جنهن کي بہ پڪڙي ورتائين. شيدين جي رواج مطابق هر سال پنهنجي خاندان جي ڪجهہ عورتن ۽ مردن کي گڏائي ڌمال ڪرائيندي هئي ۽ ميلو بہ لڳرائيندي هئي. ان موقعي تي ڪوڏين جون ڇيرون، دف ۽ دهل وڄرائي شيدڪو ناچ ڪرائيندي هئي. سڄي عمر شادي نہ ڪيائين. هن عمر جي پوئين حصي ۾ ٻہ حج بہ ڪيا. 1977ع ۾ وفات ڪيائين.

**حرم سراءِ**: اها جاءِ، جتي صرف عورتون رهنديون هجن. آڳاٽي دؤر ۾ حرم سراءِ ۾ بادشاهہ، پنهنجي خاص ڪنيزن ۽ زرخريد غلام عورتن کي پنهنجي عياشيءَ ۽ چاڪريءَ لاءِ رهائيندا/ ويهاريندا هئا.

**حرمين شريفين**: بہ مقدس هنڌ. مڪي مڪرمہ ۽ مديني منوره کي 'حرمين شريفين' يعني 'ٻن مقدس ۽ قابل عزت جاين' جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي. هنن ٻنهي جاين جي خدمتگذار خادم کي 'خادم الحرمين شريفين' سڏيو ويندو آهي.

**حُرن جو ڪوٽ**: هيءُ ڪوٽ تعلقي وارهہ، ضلعي قنبر-شهداد ڪوٽ جي جوٽاڻي بنگلي کان ٻہ ميل اولهہ طرف واقع آهي. هيءُ ڪوٽ انگريزن، حُرن جي تحريڪ کي دٻائڻ لاءِ ڪيترن ئي ايڪڙن جي ايراضيءَ تي هڪ وڏي قلعي نما ڪوٽ جي صورت ۾ ٺهرايو هو. هن ڪوٽ ۾ باغي حُرن کي ٻارن ٻچن سميت واڙي رهايو ويندو هو. هيءُ ڪوٽ 43-1942ع ۾ قائم ڪيو ويو هو. 1948ع ۾ ڪير ٿر جبل جي برسات جي پاڻيءَ جي ٻوڙ سبب هي ڪوٽ ختم ٿي ويو (وڌيڪ ڏسو: حر ڪئمپ)

**حروف مقطعات**: حروف مقطعات مان مراد 'الم'، حٰم، الر، طٰہ وغيره جهڙا لفظ آهن. حروف مقطعات، الله پاڪ ۽ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جي وچ ۾ هڪ راز جي حيثيت رکن ٿا. حروف مقطعات اعجاز قرآن

آهن، جن ۾ خدا تعاليٰ جو اسم اعظم مخفي آهي. اسلامي علمن جي اصطلاح موجب، مقطعات مان مراد اهي حرف آهن، جيڪي قرآن شريف جي ڪجهه سورتن جي شروع ۾ الڳ الڳ لکيل آهن. اهي حرف قرآن شريف جي 114 سورتن مان 29 سورتن جي شروع ۾ آيل آهن ۽ انهن سورتن ۾ 2 مدني ۽ باقي 27 مڪي سورتون آهن. اهي حرف پنجن شڪلين ۾ موجود آهن.

(1) مفرد شڪل ۾، هي حرف صرف ٽن سورتن ۾ آيا آهن. ص ۽ ق سورتون انهن ئي حرفن سان مشهور آهن ۽ ن سان شروع ٿيندڙ سورة قلم آهي.

(2) ٻن ٻن حرفن واري شڪل وارا لفظ 9 جڳهين تي اچن ٿا. طٰہ، طٰس، يٰس ۽ حٰم. اهي لفظ هنن 9 سورتن جي شروع ۾ اچن ٿا. المومن، حم السجده، الزخرف، الدخان، الجاثيه ۽ الاحقاف، الشوريٰ، طٰہ ۽ يٰس.

(3) ٽن ٽن حرفن جي شڪل وارا حرف چوڏهن سورتن ۾ آيل آهن. 'الم' جن ڇهن سورتن ۾ آيل آهي، سي آهن: البقره، آل عمران، عنڪبوت، الروم، لقمان ۽ سجده. جڏهن ته 'الر' پنجن سورتن ۾ آيل آهي: يونس، هود، يوسف، ابراهيم ۽ الحجر. 'طسم' ٻن سورتن 'الشعراء' ۽ 'القصص' ۾ آيل آهي ۽ 'عسق' صرف سوره الشوريٰ ۾ آيل آهي.

(4) چئن چئن حرفن جي شڪل وارا حرف ٻن هنڌن تي آيا آهن. 'المص'، سورة الاعراف ۾ ۽ 'المر'، سورة رعد جي شروع ۾.

(5) پنجن حرفن جي شڪل وارو حرف صرف هڪ هنڌ آيو آهي. 'ڪهيعص'، سورة مريم جي شروع ۾ آيل آهي.

حروف مقطعات برڪت وارا حرف آهن. قرآن مجيد ۾ جتي به حروف مقطعات آيا آهن، اهي هڪ آيت طور شامل آهن. سورة شوريٰ ۾ به حروف مقطعات هڪ ئي هنڌ ڳڏ آيا آهن. حٰم ۽ عسق- قرآن مجيد ۾ موجود حروف مقطعات 29 آهن، پر جڏهن ساڳيا حرف ڇڏي سيني ڪي هڪ هڪ ڀيري ۾ ڳڻبو ته اهي چوڏهن حروف مقطعات ٿيندا، جيڪي هي آهن:

ص، ق، ن، حٰم، طٰہ، يٰس، طٰس، الم، الر، طسم، عسق، المص، المرۡ ڪهيعص.

**حَرير:** هيءَ ريشم، سلڪ، سٽيءَ مان ٺهيل هڪ خاص قسم جو ڪپڙو هوندو آهي.

- جيڪو ماڻهو غصي ۽ ڪاوڙ ۾ جلد گرم ٿي وڃي، ان کي به حرير چئبو آهي.

**حزب:** 'حزب' عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ 'ٽولو' آهي. قرآن مجيد ۾ هي لفظ مذهبي ٽولن لاءِ استعمال ٿيو آهي. الله جي جماعت ئي غالب رهڻ واري آهي (56.6) اسلام جي شروعاتي زماني ۾ هي لفظ 'ٽڪرن' جي معنيٰ ۾ به استعمال ٿيو هي لفظ خاص ڪري قرآن مجيد جي لاءِ استعمال ڪيو ويو، ڇاڪاڻ ته مصر ۾ قرآن شريف کي ست حصن ۾ ورهائي رکيو ويو هو. هاڻوڪي دور ۾ قرآن جو اهو نسخو نه ٿو ملي. امام غزاليءَ به پنهنجي ڪتاب 'احياءَ' ۾ قرآن مجيد جي حصن لاءِ 'حزب' جو لفظ استعمال ڪيو آهي. حزب جو هڪ مطلب ڌر به آهي موجوده دؤر ۾ حزب مخالف ۽ حزب موافق جي اصلاحن ۾ استعمال ٿئي ٿو.



**حزب الله آءِ. سومرو:** اديب ۽ ليکڪ. حزب الله ولد الاهي بخش سومرو المعروف حزب الله آءِ. سومرو، 15 مئي 1966ع تي ڦل واهڻ، تعلقي ۽ ضلعي خيرپورميرس ۾ ڄائو سندس تعليم ايم. اي، بي. ايڊ آهي. 1987ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو هن لکڻ جي شروعات 1978ع کان ٻاراڻن رسالن: 'گل ڦل' ۽ 'گلڙا' کان ڪئي.

سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) اقوال خلفاءِ راشدين، (2) شناختي ڪارڊ ۾ مذهب جو خانو (3) ڏند نه ڇيڪ (لطيفا: ٻه ڇاپا)، (4) ڏند نه ڇيڪ (مزاحيه شاعري: ٻه ڇاپا)، (5) شاهه عثمان قريشي، (6) اسلام تي اعتراضن جي چنڊڇاڻ، (7) تنقيدي جائزا، (8) سچل جو فڪر.

حزب الله سومرو 'روشني'، 'ارم'، 'ذات'، 'سومرا'، 'استاد'، 'نقاد'، 'سرحٺهار' ۽ 'آواز' رسالن جو مرتب ۽ انهن جي سهڪاري سٽ جو ميمبر رهيو آهي. 'ڪُوڪ' پبليڪيشن ۽ 'علم دوست ادبي سنگت' جو باني چيئرمئن، آل سنڌ مسجد اسڪول ٽيچرس ايسوسيئيشن ضلعي خيرپور جو پريس سيڪريٽري، تنوير عباسي يادگار ڪميٽيءَ جو خزانچي، سچل يادگار ڪميٽيءَ جو ميمبر ۽ سومرا ادبي سنگت جو باني رهيو آهي.

سندس تنقيدون ۽ ڪالم اڪثر اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجندا رهندا آهن. سندس هيٺيان ڪتاب جهڙوڪ: 'خيرپور تاريخ جي آئيني ۾'، 'راءِ دور تاريخ جي آئيني ۾'، 'نصابي تنقيدون' ۽ 'ادبي تنقيدون' ڇپائيءَ هيٺ آهن.

هن کي ضلعي حڪومت خيرپور، سنڌي ادبي سنگت ڪولاب جيئل ۽ ايف. ايم. 92- خيرپور طرفان بهترين استاد، نقاد ۽ محقق جا اوارڊ ملي چڪا آهن.

حزب الله آءِ. سومري جي مستقل رهائش سومرا محلا، نزد ماچيس فيڪٽري، خيرپور ميرس ۾ آهي.

**حزب الله ميمڻ، شهيد:** سنڌ يونيورسٽيءَ جي سائيڪالاجي ڊپارٽمينٽ جي ائسوسيئيٽ پروفيسر، حزب الله ميمڻ جا وڏا اصل مٽياريءَ جا رهاڪو هئا. سندس والد جو نالو حاجي عبدالڪريم ميمڻ هو، جنهن جو حيدرآباد شاهي بازار ۾ آڏاٽي جي اُٽيل ڪپڙي ۽ ڇُر جي ڪپڙن، جهڙوڪ: اجرڪ، سوسي، گربي، لونگي، ڪيسَ ۽ ٽوپين وغيره جو 'حاجي عبدالڪريم اينڊ سنز' جي نالي سان جڳ مشهور دڪان، 1935ع کان وٺي قائم هو.



حزب الله ميمڻ، 25 سيپٽمبر 1944ع تي فقير جي پڙ، حيدرآباد ۾ جنم ورتو. هن پرائمري تعليم گورنمينٽ پرڪٽسنگ ٽريننگ ٽيچرس ڪاليج حيدرآباد جي پرائمري سيڪشن ۾ ورتي ۽ مئٽرڪ نورمحمد هاءِ اسڪول مان ڪيائين.

حزب الله ميمڻ، سنڌ يونيورسٽي جامشوري مان پهرين پوليٽيڪل سائنس ۾، ۽ بعد ۾ سائڪالاجيءَ ۾ ايم. اي ڪئي ان کان سواءِ هن سنڌ لا ڪاليج

مان ايل. ايل. بي جي ڊگري پڻ حاصل ڪئي. 1974ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سائڪلاجي ڊپارٽمينٽ ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو انهيءَ دوران هن سائڪالاجيءَ سان گڏوگڏ سنڌي هنرن ۽ ثقافت تي ڪيترائي تحقيقي ۽ تاريخي مقالا لکيا. هن ڏيهه ۽ پرڏيهه ۾ ڪيترين ئي ڪانفرنسن ۾ شرڪت ڪري، تحقيقي مقالا پيش ڪيا.

حزب الله ميمڻ، ترقي ڪري ائسوسيئيٽ پروفيسر جي عهدي تي پهتو ۽ پنهنجي وقت جو بهترين ۽ باصلاحيت استاد رهيو سندس شاگردن ۽ استادن ۾ وڏو احترام ۽ عزت هئي. هن پنهنجي زندگيءَ ۾ سنڌ جي مشهور عالمن ۽ اديبن: پير حسام الدين شاهه راشدي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽي، محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر جي. ايم. مهڪري، پروفيسر ظفر حسن، خيرالنساءِ جعفري ۽ سماج جي ٻين شعبن سان واسطيدار شخصيتن سان واسطو رکيو ۽ ساڻن سنڌي سماج ۽ ثقافت جي ترقيءَ لاءِ ڪم ڪيو. پروفيسر صاحب وٽ 10 هزارن کان مٿي ڪتابن جي ذاتي لائبرري هئي، جنهن ۾ قرآن پاڪ جا ڪيترائي قلمي نسخا ۽ ٻيا ناياب ڪتاب موجود هئا. پروفيسر حزب الله ميمڻ کي سِڪن سان وڏي دلچسپي هئي ۽ وٽس سون، چاندي، پتل ۽ ٽامي جا هزارين سِڪا موجود هئا، جن ۾ خاص ڪري سڪندراعظم کان وٺي سمن ۽ اڪبر جي دؤر جا ناياب سڪا ۽ سنڌ جي ٽالپر حڪمرانن جا تاج، ڪپڙا ۽ سِڪا به شامل هئا. وٽس سِڪن، ڪتابن ۽ سنڌ جي ناياب هنري شين ڏسڻ لاءِ سنڌ جو اڳوڻو وڏو وزير ممتاز علي خان ڀٽو، جام صادق علي، پيار علي الانا، عبدالله خان ورياهه، ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ ٻيا وقت بوقت ايندا رهندا هئا. پروفيسر صاحب جو اهو ناياب ذخيرو هميشه ڪن متعصب ۽ سنڌ دشمن ماڻهن جي اک ۾ ڪَنڊي وانگر چُڀندو رهيو. ان ڪري هنن 1972ع ۾ 1977ع دوران ان ذخيري کي نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي. خاص ڪري، 27 مئي 1990ع جي لساني فسادن دوران اُهي متعصب ماڻهو پروفيسر صاحب جو سمورو تاريخي ۽ تهذيبي ذخيرو لُٽي کڻي ويا ۽ 10 ڏينهن بعد، کيس 7 جون 1990ع تي سندس زيرتعمير گهر، ڊفينس سوسائٽي، حيدرآباد ۾ ڳولي اچي شهيد ڪيو.

شهيد پروفيسر حزب الله ميمڻ کي اباڻي قبرستان 'ميئون جيئندو، مٽياريءَ' ۾ دفن ڪيو ويو.

**حسام سومرو**: نامور صحافي محمد حسين 'حسام' سومرو ولد محمد ابراهيم سومرو، 2 فبروري 1944ع تي ڳوٺ ٻچل سومري، (موجوده نسيم نگر)، حيدرآباد ۾ ڄائو. سندس ٻاروتڻ ٽنڊي ۾ گذريو 1954ع ڌاري ميرپور بٺوري مان پرائمري جي تعليم حاصل ڪيائين ان دوران 'نواءِ سنڌ' اخبار جي هفتيوار ٻارن واري صفحي پڙهڻ سان منجهس ٻاراڻي ادب ڏانهن لاڙو پيدا ٿيو. اڳتي هلي پاڻ به لکڻ لڳو 1960ع ۾ سندس پهريون ڪتاب 'موج تبسم' شايع ٿيو. 1960ع ۾ حيدرآباد جي اشاعتي اداري آر ايڇ احمد اينڊ برادرس جو مدينه پرنٽنگ پريس ۾ پروف ريڊر مقرر ٿيو ساڳئي سال ٻارن لاءِ سندس ٽي ڪتاب، امين ڪتاب گهر حيدرآباد جي تعاون سان شايع ٿيا، جن ۾ (1) 'گل صنوبر'، (2) 'ناني پوڙهي' ۽ (3) 'عبرتناڪ آکاڻيون' شامل آهن. سندس هنن ڪتابن جا چار چار ايڊيشن شايع ٿيا آهن.

1964ع ۾ روزاني 'خادم وطن' ۾ ٻارن جي صفحي 'ڦلواڙي' کي سنڀاليائين. 'ڦلواڙي' نالي سان ٻارن جي علمي ادبي تنظيم جو قيام عمل ۾ آندائين. هن تنظيم جا يونٽ سنڌ جي مختلف شهرن: شڪارپور، هيراٺي، ٽنڊي آدم ۽ ٽنڊي جام وغيره ۾ قائم ٿيا. 1978ع ۾ روزاني هلال پاڪستان جي صفحي 'گلن جهڙا ٻارڙا' جو انچارج ٿيو ان دوران گلن جهڙا ٻارڙا تنظيم جو بنياد پيو جنهن سنڌ ۾ نه رڳو ٻاراڻي ادب ۾ واڌارو ڪيو پر ٻاراڻي ادب جا ڪيترائي نوان ليکڪ به اُڀريا.

هن جگر جي عارضي سبب، 2 جنوري 2011ع تي وفات ڪئي.

**حَسان بن ثابت**: عرب شاعر ۽ اصحابي، حَسان بن ثابت 'الخزرج' قبيلي مان هو ۽ 563 هه ۾ مديني منوره جي پسگردائيءَ ۾ ولادت ٿي. پنهنجي دور جو وڏو شاعر هو ۽ اسلامي دور جي مذهبي شاعريءَ جي باني مان هو کيس هِجوَ ۾ خاص ڪمال حاصل هو انهيءَ ڪري ڪافرن جي بدزبانيءَ جو مقابلو ڪاميابيءَ سان ڪندو هو هيءَ پهريون نعت گو شاعر هو جنهن نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي تعريف ڪئي ۽ ڪافرن جي مذمت ڪئي. هن اصحابي سڳوري 120 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

**حسرت موهاني، مولانا**: مولانا سيد فضل حسن 'حسرت موهاني' تحريڪِ آزادي جو اهم رڪن، سياستدان، بيباڪ صحافي، شاعر ۽ گهڻ رخي شخصيت جو مالڪ هو ضلعي 'اناؤ' جي موهان ڳوٺ ۾ 1881ع ڌاري ڄائو قرآن مجيد، اردو ۽ فارسيءَ جي تعليم مولانا غلام علي موهانيءَ کان گهر ۾ حاصل ڪيائين. عربيءَ جي تعليم سيد ظهور الاسلام کان حاصل ڪيائين. مدرسي اسلاميہ فتح پور مان ٻارهين جماعت پاس ڪري، عليگڑهه ڪاليج ۾ داخلا ورتائين. 1905ع ڌاري بي. اي. جي ڊگري حاصل ڪيائين. حسرت موهاني



جڏهن علي ڳڙهه ۾ تعليم حاصل ڪري رهيو هو ته ان وقت سندس ملاقات سجاد حيدر 'يلدرم'، مولانا شوڪت علي، قاضي تلميذ حسين گورکپوري، خان بهادر سيد ابو محمد وغيره سان ٿي. جن سندس شخصيت کي اجاگر ڪيو سجاد حيدر يلدرم جي ڪوشش سان 'انجمن اردوئي معليٰ' جو ميمبر ۽ بعد ۾ سيڪريٽري ٿيو ان ڪانپوءِ رسالي 'اردوءِ معليٰ' ۾ پنهنجون گرم جوش تحريرون شايع ڪرائڻ لڳو، جيڪي وقت جي حڪومت کي سخت ناپسند هيون.

حسرت موهانيءَ جي شادي پنهنجي مامي شبير حسن موهانيءَ جي ڌيءَ نشاط النساء سان 1890ع ۾ ٿي. مذهبي لحاظ کان حسرت موهاني حنفي ۽ قادري طريقي سان واسطو رکندو هو مولانا حسرت موهانيءَ اردو ادب جي تمام گهڻي خدمت ڪئي، ڪيترن گمنام شاعرن جي زندگيءَ ۽ ڪلام سميت پنهنجي استادن جي ڪلام کي به منظر عام تي آندائين. شاعرن تي اصلاحي ڪالم به لکيائين. حسرت موهاني شاعريءَ ۾ 'تسليم' جو شاگرد هو.

سندس تيرهن ديوان 'ڪليات حسرت' جي نالي سان 1914، 1951ع ۽ 1955ع ڌاري شايع ٿيا، سندس ڪليات ۾ اٺ سؤ غزل ۽ ست هزار شعر، (نظم ۽ گيت) شامل آهن.

حسرت موهاني سياست جي شروعات عليگڙهه ڪاليج کان ڪئي، يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ دوران سياست ۾ متحرڪ رهيو. اڪثر انتظاميه جي غلط پاليسين تي تنقيد ڪندو هو ۽ آزاديءَ جي تحريڪ دوران ڪيترا ڀيرا جيل ويو. سندس ڪيسن جي وڪالت سندس گهرواري 'بيگم حسرت' ڪندي هئي. حسرت موهاني تحريڪ آزاديءَ دوران هڪ خاص شخصيت ٿي اُڀريو. سندس سياسي خدمتن جو اعتراف، مهاتما گانڌي، مولانا محمد علي جوهر، پنڊت جواهر لال نهرو، سڀاش چندر بوس، مولانا ابوالڪلام 'آزاد'، ذاڪر حسين ۽ ٻين اڳواڻن به ڪيو آهي. هن 1951ع ۾ وفات ڪئي. حيدرآباد ۾ سندس نالي پٺيان هوم اسٽيڊ هال ۾ لائبريري قائم ڪئي وئي آهي. حسرت موهاني لائبريري ضلعي حڪومت حيدرآباد جي ڪوشش سان قائم ڪئي وئي آهي.

**حسن ابدال**: (شهر): حسن ابدال، پنجاب جي ضلعي اٽڪ جو اهم شهر آهي، هتي سکن جي مشهور زيارتگاهه "پنجه صاحب" جي درٻار آهي. جنهن ۾ هڪ پٿر رکيل آهي. جنهن لاءِ چيو ويجي ٿو ته ان پٿر تي سکن جي روحاني پيشوا گرونانڪ جي هٿن جا نشان آهن. *(وڌيڪ ڏسو: پنجه صاحب، جلد ٽيون).*

هن شهر ۾ هڪ باغ به آهي، جنهن بابت ماڻهن جو چوڻ آهي ته ان ۾ اڪبر بادشاهه جي هڪ زال جي مزار آهي. حسن ابدال ۾ وڏا ۽ خوبصورت چشما وهن ٿا، جن ذريعي ڪيترا باغ سيراب ٿين ٿا. هتي هڪ ڪيڊٽ ڪاليج به قائم آهي. هر سال ويساک جي مهيني ۾ سک، پنجه صاحب جي زيارت لاءِ وڏي تعداد ۾ حسن ابدال ايندا آهن. انهن ڏينهن ۾ حسن ابدال ۾ ماڻهن جي ڏاڍي رش هوندي آهي. سکن لاءِ هيءُ شهر وڏي عزت ۽ احترام جي حيثيت رکي ٿو.




**حسنا دلدار** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي نامور ليکڪ شمس العلماءَ مرزا قليچ بيگ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز جي ڪتاب ۾ 146 صفحا آهن ۽ هن جي قيمت هڪ رپيو اَنا رکيل آهي. جنهن جو پهريون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، اسلاميه پريس مان سال 1960ع ۾ ڇپيو.

**حسناٽي** (ديهه): تعلقي جوهيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'مينهون گاجاڻيءَ' نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**حسن بادشاهه قادري**: بزرگ حسن بادشاهه قادري ولد سيد عبدالله 1023هه/1614ع ڌاري ٺٽي ۾ جنم ورتو. سندس شجرو چوڏهن واسطن سان حضرت سيد عبدالرزاق بن حضرت شيخ عبدالقادر جيلانيؒ سان ملي ٿو هن بزرگ پنهنجي گهر مان ئي تعليم حاصل ڪئي. سورهن سالن جي عمر ۾ درسي علم مڪمل ڪيائين. 17 سالن جي عمر ۾ سلوڪ جي منزل طئي ڪيائين. هي بزرگ پنهنجي والد جي هٿ تي بيعت ڪري سلسلي قادريه ۾ داخل ٿيو. والد جي وفات کانپوءِ هن پنهنجي زندگي عبادت الاهيءَ ۾ گذاري. اسلام جي تبليغ لاءِ پوري هندستان جو سفر ڪيائين. ان سفر دوران ڪيترن ماڻهن کي دين ڏانهن راغب ڪيائين. هن بزرگ ڪافي مسجدون ٺهرايون. گجرات جي علائقي ڪاٺياواڙ ۾ به ڪيتريون مسجدُون هن جوڙايون ۽ اتان هيءُ بزرگ شاهجهان آباد ۽ لاهور آيو ان بعد ڪابل، غزني ۽ هرات ۾ تبليغ ڪيائين. هن بزرگ 1115هه/1703ع ۾ وفات ڪئي.

**حسن باغبان جو مقبرو**: سومرا دور جي هن بزرگ حسن باغبان جو مقبرو ساماري شهر ويجهو ديهه باغبان ضلعي عمرڪوٽ ۾ هڪ وڏي پڙي تي آهي. پڙي کي 'مارل جو ڪوٽ' يا 'مارئي جو ڪوٽ' سڏيو ويجي ٿو مقبرو پڪسرو آهي. مستطيل رٽ ۾، 50 فوٽ ڊگهي 14 فوٽ ويڪرو ۽ 9 فوٽ اوچو آهي. مقبري اندران توڙي ٻاهران چن جو پلستر ٿيل آهي.

روايت موجب شاهه عبداللطيفؒ هن علائقي ۾ ڪافي وقت رهڻ سان گڏ، مذڪوره بزرگ جي مقبري تي ويهي چلو به ڪڍيو هو. بزرگ جي ڏهاڙي تي سماع جون محفلون مچائي صوفياڻي راڳ جو رواج پڻ وڌو. اهو سماع جو رواج ناري پٽ جي صرف هن درگاهه تي آهي. بزرگ حسن باغبان جا مجاور فقير چاوڙا آهن. جيڪي سيئي لطيفي راڳ کان واقف آهن ۽ هر سال ميلي جي موقعي تي يا ڪن ٻين اهم ڏهاڙن تي باقائده لطيفي راڳ جي محفل ڪندا آهن.

**حسن بخش شاهه صوفي**: سنڌ جو مشهور صوفي سيد حسن بخش شاهه، 1262هه/ 1846ع ڌاري ڏنڙي تعلقي شهدادپور ۾ جنم ورتو. سندس وڏن لاءِ چيو ويجي ٿو ته برهانپور مان لڏي سنڌ ۾ اچي مختلف علائقن ۾ رهيا. سندن پهريون ڳوٺ قاضي احمد پرسان هو، جتي سندن وڏن جون مزارون موجود آهن. سيد حسن بخش شاهه جي والد جو نالو پير گلزار علي شاهه هو، جيڪو حيدرآباد پرسان پير پاون شاهه جي ڳوٺ ۾ رهندو هو، جتي سندس مزار به موجود آهي. سيد حسن بخش شاهه جي تعليم ۽ تربيت سندس ناني سيد سبحان شاهه ڪئي. سهڻ سنڌي، عربي، فارسي ۽ هنديءَ جي تعليم ورتي. ڪيس ننڍي هوندي کان ديني ۽ تاريخي ڪتابن سان دلچسپي هئي. ڪيترن صوفي شاعرن جا ديوان به سندس مطالعي هيٺ رهيا. ننڍي هوندي کان سادگي پسند، سنجيدو، رحمدل، سخي ۽ مهمان نواز هو. ڦوهه جوانيءَ ۾ هڪ نينگريءَ سان سندس نينهن ٿيو، پر ظالم مائٽن پير صاحب کي سگ ڏيڻ بدران نينگريءَ کي ماري ڇڏيو. هن واقعي هن جي زندگي بدلائي ڇڏي. مجازي عشق، حقيقي عشق ۾ تبديل ٿي ويو. محبوب جي جدائيءَ ۾ بيحال رهڻ لڳو ۽ سندس اندر جي اڌمن شاعريءَ جو روپ ورتو. پير حسن بخش جي شاعريءَ جو وڏو حصو ضايع ٿي ويو. سندس بچيل شاعري سندس سجاده نشين ۽ معروف شاعر سيد شاهنواز شاهه عارف المولیٰ ترتيب ڏئي 1966ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران 'ڪلام حسن بخش شاهه' جي نالي سان ڪتاب ڇپائي پڌرو ڪيو.

پير حسن بخش شاهه اديبن، شاعرن، سگهڙن، فنڪارن ۽ ملهن جي سرپرستي ڪندو هو ڪيترا فنڪار سندس حاضريءَ ۾ رهندا هئا. اڪثر سندس اوطاق تي راڳ ويراڳ جي محفل متل هوندي هئي. سخي ايترا هئا، جو مريدن کا درگاهه جي لنگر خاني لاءِ مليل زمينون سوالين کي ڏئي ڇڏيندا هئا.

پير حسن بخش شاهه جون ٻه شاديون ٿيل هيون. سندس پهرين شادي پير علي بخش شاهه جي نياڻيءَ سان ٿي، جنهن مان کيس هڪ پٽ ٿيو ۽ پر

اهو گذاري ويو. سندس ٻي شادي اُڏيري لال جي سيدن مان ٿي، پر ان مان ڪو به اولاد نه ٿيس. ان ڪري پنهنجي ڀاڻيجي سيد ڏنل شاهه کي پٽ بڻايائين ۽ اهو ئي سندس پهريون سجاده نشين ٿيو.

پير حسن بخش شاهه آخري عمر ۾ بيمار ٿي پيو ۽ 7 جمادي الاول 1318 هجريءَ ۾ وفات ڪيائين. سندس آخري آرام گاهه ڊنڙي شريف ۾ آهي. سندس مقبرو عقيدتمندن ٺهرايو، جتي هر سال عرس ۽ ميلو لڳندو آهي.

سيد حسن بخش شاهه جي شاعريءَ ۾ تصوف ۽ توحيد جو رنگ موجود آهي. ڪيس شاهه جي رسالي سان دلي محبت هئي، ان ڪري سندس شاعري به سُرن تي چيل آهي. مقبول عوامي شاعر حمل فقير به سندس صحبتي هو. سيد حسن بخش شاهه جو ميلو قلندر شهباز، شاهه ڀٽائي ۽ سچل سرمست جي ميلن کان پوءِ سنڌ جو چوٿون نمبر وڏو ميلو آهي. حسن بخش شاهه جي عرس تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنسن ۾ سائين جي. ايم. سيد، مخدوم طالب المولىٰ، مولانا غلام محمد گرامي ۽ ٻيا اديب شريڪ ٿيندا رهيا هئا. ڪجهه سال ادبي ڪانفرنسون بند ٿي ويون. هاڻي ٻيهر درگاهه جي سجاده نشين عارف المولىٰ جو فرزند سيد يار محمد شاهه عابد مولىٰ ادبي ڪانفرنسون شروع ڪرايون آهن. سيد حسن بخش جا ڪلام سنڌ ۾ عام ڳاتا وڃن ٿا. هڪ ڪافي نما غزل پيش ڪجي ٿو:

گهڙي منجهه عشق جي درياءَ هلڻ هن پار مشڪل آ،
لنگهي تنهن حد لاحد کان، ٿيڻ مختيار مشڪل آ،
ڪري دنيا ترڪ يارو، ڪڍي سي لنگ لانگوٽيا،
چڙي سر ساهه جو سانگو، اچڻ اظهار مشڪل آ،
لاڳاپا لوڪ جا لاهي، چني سڀ يار يارانا،
ننگؤن نڪري ٿيڻ نانگو نسنگ نروار مشڪل آ،
حسن بخش هوش جون ڳالهيون، ڦٽا ڪر ڦند فڪرن جا،
بنا سودي صفا سر جي، ڏسڻ ديدار مشڪل آ.

**حسن بن جابر** رحہ: حسن بن جابر، حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جو اصحابي هو ۽ ابن ابي جابر السلمي جي نالي سان به مشهور هو. ’طائف‘ ۾ رسول پاڪ سان گڏ هو. حسن بن جابر رحہ وٽان ڪجهه حديثون به روايت ڪيون ويون آهن.

**حسن بن صباح**: اسماعيلي فرقي جو اڳواڻ، جنهن کي گهڻو ڪري ’حشيشئين‘ (اسيسن Assassins) جو باني مڃيو وڃي ٿو. حسن بن صباح ايراني شهر نيشاپور ۾ دينيات جي تعليم ورتي ۽ سترهن سالن جي عمر ۾ اسماعيلي فرقو اختيار ڪيو. هيءُ اسماعيلي تنظيم ۾ سرگرم اڳواڻ طور نمايان ٿيو. 469هه/ 1076ع ۾ وڌيڪ مذهبي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مصر ويو ۽ تقريباً ٽي سال اتي گذاريائين. واپس ايران اچي هن اسماعيلي نظريي جي تبليغ لاءِ ڪافي سفر ڪيا ۽ ڪيترائي پيروڪار بڻايا. 483هه/1090ع ۾ هيءُ پنهنجي سائين جي مدد سان الموت قلعي تي قبضو ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو. اهو قلعو قزوين کان رشت ويندڙ رستي جي ڪناري سان ٻن جبلن جي وچ ۾ هڪ ڏکئي علائقي ۾ واقع هو. گهڻي گڙٻڙ ڪانپوءِ حسن الصباح جاگرافيائي لحاظ کان منتشر پر مضبوط رياست جي قيادت ڪرڻ لڳو. 512هه/ 1118ع ۾ الموت قلعي جي آخري اهم گهيري ڪانپوءِ هن باقي زندگي پر امن گذاري ۽ راهبن واري زندگي اختيار ڪيائين. جڏهن هن جي هڪ پٽ تي قتل ۽ ٻئي تي شراب نوشيءَ جو الزام لڳو ته انهن ٻنهي جا سر قلم ڪرائي ڇڏيائين.

هن ديني علم تي مقالا به لکيا. نزارين هن جي فرقي کي وسيع پيماني تي قبول ڪيو.

حسن الصباح 518هه/ 1124ع ۾ وفات ڪئي. اڳتي هلي هلاڪو خان سندس جماعت جو مڪمل خاتمو ڪري ڇڏيو.

**حسن پٽ رڪن الدين** (خطاط): حسن پٽ رڪن الدين، ترخان دور جو مشهور خطاط هو. مرزا عيسىٰ ترخان ٻئي جي مقبري تي قرآني آيتن جي خطاطيءَ جو ڪم سندس حوالي هو. قلمڪاريءَ جي فن ۾ پنهنجي وقت جو بيمثال ڪاريگر هو. مڪليءَ مان 973هه/ 1566ع جي لکيل سندس ڀراٽي تحرير لڌي وئي آهي. مڪليءَ جي قبرن جي پٿرن تي گهڻيون تحريرون هن سان لاڳاپيل آهن.

سندس آخري خطاطي ٺٽي جي شاهه جهان مسجد جي قبي جي ڇت تي ڪيل آهي، جيڪا 1068هه/1658ع جي آهي.

هن پورا 90 سال خطاطي ڪئي. تاريخي حوالي سان معلوم ٿئي ٿو ته سندس عمر هڪ سو ورهين کان مٿي هئي.

مٿي ڄاڻايل ذريعن مان ڄاڻ ملي ٿي ته هو تمام پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو هو ۽ ترخانن جي دور ۾ سنڌ جي فوج ۾ شامل ٿيو. سندس پٽ طاهر جڏهن تاريخ طاهري لکي رهيو هو تن ڏينهن ۾ به هو زنده هو.

**حُسن پروين** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد اسماعيل عرساڻيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 163 صفحا آهن. ۽ ان جي قيمت هڪ رپيو اَٺ آنا آهي. ڇاپو پهريون آر. ايڇ. احمد اينڊ برادرس، اسٽينڊرڊ پريس حيدرآباد مان، سال 1953ع ۾ ڇپايو. جڏهن ته هن ڪتاب جو ٽيون ڇاپو 1956ع ۾ ڇپيو.

**حسن حيدرآبادي**: مولوي حسن حيدرآبادي، ضلعي دادوءَ جي ڳوٺ ڪنديءَ جو رهاڪو هو. علم جي تلاش ۾ گهران نڪتو. ان وچ ۾ سندس ڪيترا عزيز گذاري ويا، پر ساڻن ڪا به خط و ڪتابت نه ڪيائين. ڏانهنس ايندڙ خط هڪ مٽ ۾ رکندو ويندو هو. علم جي تحصيل ۽ دستار فضيلت حاصل ڪرڻ بعد اهي ڪڍي پڙهيائين ۽ چيائين ته اهي خط پڙهان ها ته يڪسوئيءَ سان علم حاصل نه ڪري سگهان ها.

پاڻ جي قاضي امام علي انصاريءَ حيدرآباد ۾ هڪ مدرسو قائم ڪرايو، جتي مولوي حسن حيدرآبادي سالن جا سال درس ڏيندو رهيو.

سندس درس مان جيڪي فيضياب ٿيا، تن ۾: (1) مولوي قاضي هدايت الله متعلوي، (2) مولوي غلام محمد ملڪاڻي بلوچ، (3) مولوي احمد بن محمد ابڙو، (4) مولوي علامه قاضي اسدالله شاهه ٽڪڙائي، (5) مولوي محمد صاحب هالائي شامل آهن.

مولوي حسن حيدرآباد شادي ڪئي، پر ڪيس ڪو به اولاد نه ٿيو ۽ علم جي تدريس ۾ زندگي گذاريائين.

هن اهل الله بزرگ 1309هه/1891ع تي وفات ڪئي.

**حسن ’خوشنويس‘**: سيد حسن، ترخان دور جو خوشنويس ٿي گذريو آهي. ’تحفة الڪرام‘ ۾ مير علي شير قانع ٺٽويءَ سندس باري ۾ لکيو آهي ته: ”سيد حسن خوشنويس ترخان دور ۾ خوشنويسيءَ جي فن جو ماهر هو. وقت جي حاڪمن ڪانئس ڪيترائي ناياب ڪتاب قلمبند ڪرايا. حسن خوشنويس جو پٽ سيد محمد طاهر پڻ مشهور ستن خطن جو ماهر ۽ عوام ۾ مشهور ٿي گذريو آهي. سيد حسن خوشنويسيءَ جي سکيا مفت ۾ ڏيندو هو. هزارين شاگردن هن وٽان ان فن جي سکيا ورتي.“

**حسن درس**: نئين ٽهيءَ ۾ جديد سنڌي شاعريءَ جي نمائنده شاعر حسن درس جو جنم، 5 سيپٽمبر 1966ع تي ڳوٺ مشائخ هوٽي، تعلقي ۽ ضلعي ٽنڊي الهيار ۾، حاجي غلام رسول درس جي گهر ۾ ٿيو حسن درس جا وڏا اصل ۾ لاکا ذات جا آهن، پر سندن ڏاڏي مشائخ هوٽي لاکي (وفات 1408) کي سهرورديه سلسلي جي ملتاني بزرگ هٿان خلافت ۽ ’درس‘ جي خطاب ملڻ کان پوءِ ’درس‘ سڏجڻ لڳا. حسن درس جي والد غلام رسول درس (1973- 1905ع) کي ٻن شادين مان چار ڏيئرون ۽ ٻه پٽ اڳ ۾ ئي هئا ۽ حسن درس سندس آخري اولاد هو. مٺس نالو به سندس ڏاڏي محمد حسن درس (1942-1884ع) جو رکيو ويو. ان ڪري ڏاڏي جي نسبت سان کيس گهر ۾ ڪوڏ مان ’ڏاڏو‘ سڏيندا هئا.



حسن درس ابتدائي تعليم ڳوٺ مان ورتي ۽ اٺين ڪلاس تائين مڊل اسڪول مشائخ (قاضي احمد) مان تعليم حاصل ڪيائين. جنهن کان پوءِ هن مٽرڪ مسلم هاءِ اسڪول ٽنڊي الهيار مان ڪئي. اڳتي هلي ايم. اي (سنڌي) سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان ڪيائين.

حسن درس ننڍپڻ کان ئي شاعريءَ سان دلچسپي رکندو هو. شايد اها دلچسپي منجهس موروثي وديعت ٿيل هئي، جو سندس ڏاڏو محمد حسن درس به مدح ۽ مولود جو ناميارو شاعر هو ۽ سندس شاعري درگاهه مشائخ هوٽيءَ سميت ترجي ميلن ۽ محفلن ۾ ڳائي ويندي هئي. هن 16 سالن جي ڄمار کان شاعري شروع ڪئي ۽ اڳتي هلي پنهنجي ٽهيءَ جو سرواڻ شاعر بڻجي ويو. هن جي شاعريءَ ۾ موسيقي، رواني ۽ فڪري تسلسل ڪمال درجي جو آهي. سندس شاعريءَ ۾ فطرت جي حسين منظر نگاريءَ ۽ سنڌ جي ذري ذري سان اٿاهه محبت سان گڏ تصوف جو رنگ به موجود آهي. حسن درس ڪيترا عالمي نوعيت جا نظم به لکيا آهن، جن ۾ ’ادي هي آجيان کهڙي‘ (بينظير ڀٽو جي شهادت تي لکيل)، ’رقاصه‘، ’جداين وصالن جي ڪيلاش وادي‘، ’هرڪو درد حجرِ اسود‘، ’ننگي سرمد جي حضور ۾‘، ’هڪ شاعر جو وطن‘، ’ذوالفقار علي ڀٽو‘، ’ساري سنڌ پريٽ جو پاڇو‘ وغيره اچي وڃن ٿا.

حسن درس پنهنجن نظمن ۾ سنڌ جي تاريخ ۽ جاگرافيءَ کي انتهائي وڻندڙ ۽ خوبصورت انداز ۾ پيش ڪيو آهي. سندس نظم ’ساري سنڌ پريٽ جو پاڇو‘ ان جو عمدو مثال آهي. سندس شاعري سندس همعصرن ۾ خاص ڪري نوجوانن کي تمام گهڻي ياد آهي. حسن جي مختصر ڄمار ۾ ڪيل شاعري جيتري مقبول آهي، اوتري نئين ٽهيءَ جي ٻئي ڪنهن شاعر جي مشڪل هوندي. هن 1983ع ۾ ايشيا جي ماڊل ڊڪٽيٽر ضياء الحق خلاف هڪ شاهڪار نظم لکيو. پهريون ڀيرو هن شيخ اياز آڏو 1987ع ۾، پريس ڪلب حيدرآباد ۾ پنهنجو نظم ’ننگي سرمد جي حضور ۾‘ پيش ڪري کيس متاثر ڪيو هو.

حسن درس 4 فيبروري 1993ع تي نامور ڪهاڻيڪار ماهتاب محبوب جي نياڻيءَ، ارم محبوب سان شادي ڪئي. جنهن مان کيس ٻه پٽ روحل ۽ چيزل ۽ هڪ نياڻي ردم آهي. حسن درس 1988ع کان 2008ع تائين مختلف اخبارن، رسالن ۽ ٽي. وي چئنلن سان لاڳاپيل رهيو. 2009ع ۾ حسن درس UNDP جي GEF سمال گرانٽ پروگرام جي مالي سهڪار سان سنڌي لکي گهوڙن جي نسل بچائڻ ۽ انهن جي واڌ ويجهه لاءِ هڪ پراجيڪٽ شروع ڪيو هو. هن پراجيڪٽ جي نيٽ ورڪ ذريعي پوريءَ سنڌ ۾ پاڪستان ۾ اثرائتو ڪردار ادا ڪيائين.

حسن درس، 15 جون 2011ع تي، اسر ويل حيدرآباد ۾ واڌو واهه وٽ حادثي جو شڪار ٿيو ۽ ڪيترا ڪلاڪ ٻن پوليس ٿاڻن قاسم آباد ۽ جي. او. آر جي حد جي تڪرار سبب زخمي حالت ۾ پيو رهيو ۽ گهڻو رت وهي وڃڻ سبب گذاري ويو. سندس اوچتي موت سبب سڄيءَ سنڌ سوڳوار ٿي وئي. سنڌ جي اديبن ۽ شاعرن، حسن درس جي وڇوڙي کي وڏو سانحو قرار ڏنو ۽ کيس هزارين آلين اکين سان ڳوٺ مشائخ هوٽيءَ ۾ پنهنجن ابن ڏاڏن جي قديمي قبرستان ۾ مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو.

حسن درس جي شاعريءَ جو ڪتاب ’حسن درس جو رسالو‘ سندس وڇوڙي کان پوءِ انڊس فائونڊيشن پاران هن ئي سال ڇپايو ويو آهي، جنهن جي مرتب ارم محبوب آهي.

**حسن درس جو رسالو** (ڪتاب): نئين ٽهيءَ جي سرواڻ شاعر حسن درس جي شاعريءَ جو هي ڪتاب، سندس ونيءَ، ارم محبوب سهيڙيو آهي. رسالي جي ارپنا، حسن درس جي اولاد، روحل، ردم ۽ چيزل جي نالءِ ڪئي وئي آهي. ڪتاب ۾ سنڌ جي نامور ڪهاڻيڪارِ مهتاب محبوب ۽ حسن جي ونيءَ ارم محبوب جا تاثرات شامل آهن، جڏهن ته ڪتاب جو مهاڳ حسن درس جي دوست مسعود لوهار جو لکيل آهي.




رسالي جي ابتدا ۾ حمد، نعتون ۽ منقبتون ڏنل آهن، ۽ ان بعد شاعريءَ جون ٻيون صنفون- غزل، نظم، ٻه سٽا، چوسٽا، ڇهه سٽا، بيت وغيره ڏنا ويا آهن ۽ آخر ۾ حسن درس جون پنهنجيون، سندس خاندان ۽ دوستن سان گڏ تصويرون به ڏنيون ويون آهن. رسالي جو وڏو حصو نظمن تي مشتمل آهي، ۽ حسن بنيادي طرح شاعر به نظم جو ئي هو. 432 صفحن (۽ تصويرن جي ٻارهن صفحن سميت) تي مشتمل ڊبل ڪرائون سائيز ۽ جاذب نظر ٽائيٽل وارو هي ڪتاب ’انڊس فائونڊيشن‘ حيدرآباد ڇپايو آهي ۽ ان جي قيمت 750 رپيا رکي وئي آهي.

**حسن شيخ:** نامور اداڪار ۽ هدايتڪار شيخ حسن جو اصل نالو شيخ مخدوم حسين هو. هيءُ 14 مئي 1922ع تي بمبئيءَ ۾ پيدا ٿيو. سندس پيءُ انجنيئر هو. پڙهيل لکيل گهراڻو هئڻ ڪري هن کي به تعليم حاصل ڪرڻ ۾ ڪا ڏکيائي نه ٿي. سندس گهر جي پرسان ئي فلمي نگار خانا هئا، جتي ڪيترين ئي فلمون ٺهنديون هيون. هي به نائين درجي تائين تعليم حاصل ڪري اسٽوڊيو جا چڪر ڪاٽڻ لڳو ۽ 20 رپيا ماهوار پگهار تي هڪ فلمي اسٽوڊيو ۾ ملازم ٿيو.



1937ع ۾ هندستاني فلم 'حاتم طائيءَ' ۾ ڪم ڪيائين، ان وقت پاڻ عمر جي لحاظ کان ننڍو هو. اڳتي هلي 'رڪشاوال' ۽ 'گورک' فلمن ۾ ڪم ڪيائين، جيڪي تمام گهڻيون مشهور ٿيون. پهريون پيرو فلم "قرباني" ۾ وِلين جو ڪردار ادا ڪيائين. هن فلم هن کي عروج تي پهچائي ڇڏيو ۽ هر هڪ هدايتڪار هن کي پنهنجي فلم ۾ وِلين جي ڪردار جي آڇ ڪرڻ لڳو ۽ پوءِ ٻين ڪيترين ئي فلمن: ڊڪ سڪ، گوالن، شهنشاهه بابر، پرديسي، ڪون ڪسي ڪا، پجارن، مهمان، واهه ري زمانه، تان سين، چين لي آزادي، لاکون ۾ ايڪ، ۽ ٻيڇڙي بالم ۾ ڪم ڪيائين. ٻيڇڙي بالم ۾ اداڪار ۽ معاون، هدايتڪار جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. ان بعد ڪيترن ئي هدايتڪارن سان گڏجي ڪم ڪيائين. مڪمل تربيت حاصل ڪري فلم 'شهنشاهه' بنائڻ جو ارادو ڪيائين. هن فلم جا مرڪزي ڪردار الطاف ۽ بيگم پاره ادا ڪيا.

ورهاڱي واري دور ۾ هيءُ پاڪستان آيو. هتي اچي حسين شاهه فاضلاڻيءَ جي سنڌي فلم 'عمر ماروي' ٺاهيائين. پاڪستان کان پوءِ سنڌي زبان ۾ اها پهرين فلم هئي، جنهن کي بعد ۾ اردو ۾ ڊب ڪري پاڪستان جي سيني صوبن ۾ رليز ڪيائين. ڪيس سنڌي هدايتڪاريءَ جو ابو سڏيو ويو آهي. هن ڪيترن نون چهرن کي متعارف ڪيو. هن ڪيتريون اردو فلمون: 'جوش جهاد' ۽ 'لاکون فساني' ٺاهيون، جيڪي به ڪامياب ويون. ان کان پوءِ ٻي سنڌي فلم پرائي زمين ٺاهيائين، جنهن پڻ سٺو بزنس ڪيو.

1966ع ۾ پيش ٿيندڙ تاريخي فلم 'جاڳ اٺا انسان' حسن شيخ جي ڪوشش جو نتيجو آهي. هيءَ هڪ تاريخي فلم آهي. هيءَ فلم تمام گهڻي پسند ڪئي وئي ۽ ڪيس سال جي بهترين فلمن ۾ شمار ڪيو ويو ان کانسواءِ سنڌي فلم 'شهرو فيروز' ۽ اردو فلمون: امرائو جانِ ادا، امتحان ۽ آن بان به ٺاهيائين. شيخ حسن ڏهن کان مٿي سنڌي اردو فلمون ٺاهيون ۽ ڪيترين فلمن جو اداڪار، هدايتڪار ۽ معاون ٿي رهيو.

**حسن عابدي:** ناميارو شاعر ۽ صحافي حسن عابديءَ جو پورو نالو حسن عسڪري عابدي هو. هن 7 جولاءِ 1929ع تي مظفر آباد ضلعي جي جونپور شهر ۾ جنم ورتو. هن اعظم ڳڙهه ۽ الهه آباد مان تعليم حاصل ڪئي. 1948ع ۾ لڏي پاڪستان آيو. پهريان لاهور ۽ پوءِ ڪراچيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين. لاهور ۾ رهائش دوران هن 1955ع ۾ روزاني اخبار 'آفاق' کان پنهنجي صحافتي ڪيريئر جي شروعات ڪئي ۽ پوءِ هو فيض احمد فيض جي ادارت ۾ نڪرندڙ مشهور رسالي 'ليل و نهار' سان لاڳاپجي ويو. اهو رسالو بند ٿيڻ کانپوءِ ڪراچيءَ آيو جتي هن روزاني 'مشرق' ۽ 'اخبار خواتين' ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. پوءِ هن روزاني 'ڊان' ۾ ادبي ۽ ثقافتي ڪالم لکڻ جو سلسلو شروع ڪيو جيڪو سندس وفات تائين جاري رکيائين.



حسن عابديءَ جي تصنيفن ۾: 'ڪاغذ ڪي ڪشتي'، 'دوسري نظمين'، 'جريده' ۽ 'فرار هونا' شامل آهن. هن جي وفات کان ڪجهه عرصو اڳ سندس يادگيريون 'جنون جتني ڀي گذري' جي عنوان سان شايع ٿيون. حسن عابدي هڪ سٺو مترجم به هو. هن مشهور دانشور ڊاڪٽر اقبال احمد جي 62 مضمونن جو اردو ترجمو 'اقبال احمد ڪي منتخب مضامين' جي نالي سان ڪيو. ان کانسواءِ هن جو ترجمو ٿيل هڪ ڪتاب 'پارٽ ڪا بحران' جي نالي سان پڻ شايع ٿيو. حسن عابديءَ ٻارن لاءِ به ڪيترين ڪهاڻين ۽ نظم لکيا. هو ڪراچي پريس ڪلب جو صدر به رهيو. هو هڪ ترقي پسند اديب هو ۽ ڪيترائي ڀيرا جيل به ويو. هن 6 سيپٽمبر 2005ع تي وفات ڪئي ۽ ڪراچيءَ جي واديءِ حسين قبرستان ۾ آرامي آهي.

**حسن عسڪري عليہ السلام:** حضرت امام حسن عسڪري عليہ السلام، اهل تشيع جو يارهون امام، 10 ربيع الثاني 232هه/ 4 ڊسمبر 846ع تي مديني ۾ پيدا ٿيو. سندس نالو حسن، ڪنيت ابو محمد ۽ لقب الصامت، الزڪي، الخالص، التقي، الرفيق ۽ هادي هئا، پر سندن سڀ کان مشهور لقب عسڪري هو. سندن نسب نامو هن ريت آهي: ابو محمد حسن عسڪري بن امام علي نقي ؑ بن محمد تقي ؑ بن علي الرضا ؑ بن موسيٰ الڪاظم ؑ بن جعفر صادق ؑ بن محمد باقر ؑ بن علي زين العابدين ؑ بن سيد الشهدا امام حسين ؑ بن امير المومنين علي ابن ابيطالب عليهم السلام.

امام حسن عسڪري ؑ جي والده جو نالو حُدَيث هو. هڪ روايت مطابق کين 'سليل' ۽ جده به ڪوٺيو ويندو هو (ڪتاب: مُنتهيٰ الآمال، شيخ عباس قمي). حضرت امام حسن عسڪري ؑ پنهنجي زندگيءَ جا ٻاويهه سال پنهنجي والد جي ترتيب هيٺ گذاريا. معنوي فضل ۽ ڪمالات ۾ سرورِ ڪائنات ﷺ جهڙو هو جنهنڪري دوستن توڙي دشمنن جي زبان تي سندن ساراهه هوندي هئي. هن پنهنجي زندگي خدا جي عبادت ۾ بسر ڪئي. 254هه/ 868ع ۾ منصب امامت سنڀاليو سندس امامت جو عرصو 6 سال رهيو، جنهن ۾ ٽي عباسي خليفا معتز، مهتدي ۽ معتمد سندس همعصر هئا. امام حسن عسڪري ؑ پنهنجي سڄي زندگي حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن جي ڏسيل واٽ ۾ گذاري. امام حسن عسڪري ؑ جي زندگيءَ ۽ مجاهدن جا واقعا، 'بحار الانوار'، 'منتهي الآمال'، 'اصول ڪافي'، 'ڪشف الغمہ'، 'مصباح ڪفعمي'، 'اقبال الاعمال'، 'ارشاد مفيد'، 'اعلام الوريٰ'، 'فصول المهمہ'، 'سفينۃ البحار' ۽ ٻين مستند ڪتابن ۾ قلمبند آهن. روايت آهي ته عباسي خليفي معتمد، حضرت امام حسن عسڪري ؑ کي قيد ڪرايو ۽ اتي سندس نگهداشت لاءِ علي بن حزين کي مقرر ڪيو. معتمد ڪانئس

امام حسن عسڪريؑ جو احوال وقت بہ وقت پهچندو رهندو هو ۽ علي بن حزين هميشہ ڪيس اهو جواب ڏيندو هو تہ اُمام حسن عسڪريؑ ڏينهن جو روزو رکندو آهي ۽ سڄي رات خدا جي عبادت ۾ مشغول هوندو آهي.

امام حسن عسڪريؑ جي زندگيءَ جو گھڻو دؤر خليفي معتمد جي قيد ۾ گذريو ان هوندي بہ علم پروري جاري رکيائين. علمي بحث، مناظرا،



بيان، علمي خطن ۽ تاليف جي سلسلي کي جاري رکيائين. سندس قرآن پاڪ جو تفسير ’تفسير حسن عسڪري‘ جي نالي سان مقبول عام آهي. ابن بابويہ ۽ ٻين عالمن لکيو آهي تہ امام حسين عسڪريؑ جي پيروڪارن جو تعداد وڌندو ڏسي متعمد گھبرائجي ويو ۽ هن وڏي سازش سان زهر ڏيارائي ڇڏيو جنهنڪري 8 ربيع الاول 260هہ/ پهرين جنوري 874ع تي 27 سالن جي عمر ۾ رحلت ڪيائين. ڪيس غسل ۽ ڪفن سندس فرزند حضرت قائم آل محمدؑ ڏئي جنازي نماز پڙهائي ۽ سامره ۾ دفن ڪيو (ماخذ: (1) منتهي الآمال، (2) ڪشفي الغمہ).

**حسن علي** (ديهہ): تعلقي جام نواز عليءَ جي هڪ ديهہ جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

احمد خان مري، ڪريم بخش لسڪاڻي، ڏٽي پرتو راڄپر.

**حسن علي عبدالرحمان**: سنڌ جي برک تعليمدان ۽ مڃيل قانوندان، حسن علي عبدالرحمان، 1909ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو هو. هن جو ميمڻ خاندان سان واسطو هو. جيڪي پاڻ کي زبيدي بہ سڏائين ٿا. حسن علي عبدالرحمان شروعاتي تعليم سنڌ مدرسة السلام ڪراچي ۽ سينٽ پيٽرڪ اسڪول ڪراچيءَ مان حاصل ڪئي، بعد ۾ بئريسٽريءَ جي ڊگري، مڊل ٽيمپل ڪاليج انگلنڊ مان 1934ع ۾ حاصل ڪيائين. هن پنهنجي ننڍي ڀاءُ طفيل علي عبدالرحمان سان گڏ، سنڌ مسلم گورنمينٽ لا ڪاليج ڪراچيءَ جو بنياد وڌو. ان ڪاليج جو پهريون پرنسپال بہ پاڻ رهيو. ان کان سواءِ حسن علي عبدالرحمان سماجي ڪارڪن ۽ ڪميونٽي اڳواڻ طور بہ شهرت رکي ٿو. حسن علي عبدالرحمان، ڪراچي يونيورسٽيءَ جي باني ميمبرن مان بہ هڪ هو.

حسن علي عبدالرحمان ٻہ ڀيرا سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري جو وائيس چانسلر بہ رهيو. سندس دؤر ۾، سنڌ جي شاگرد تحريڪ جو اهم واقعو 4 مارچ واقع ٿيو هڪ تہ حيدرآباد جي مارشل لا ائڊمنسٽريٽر ٽڪا خان، سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي سبجيڪٽ ختم ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ اڳتي هلي ڪمشنر مسرور حسن، سنڌ جي هن محب وطن وائيس چانسلر حسن علي عبدالرحمان کي هٽائڻ لاءِ سازشون شروع ڪيون تہ سنڌي شاگردن ڪمشنر مسرور حسن خلاف جدوجهد ڪئي. ان جدوجهد جي نتيجي ۾ نہ رڳو 4 مارچ جهڙو واقعو وقوع پذير ٿيو پر اُنهيءَ شاگرد تحريڪ، اڳتي هلي ون يونٽ خلاف قومي تحريڪ کي پڻ نئون رُخ ڏنو.

حسن علي عبدالرحمان پاڪستان جي خارجي معاملن واري اداري جو خزانچي، پاڪستان ايجوڪيشنل سوسائٽيءَ جو جنرل سيڪريٽري ۽ سنڌ مدرسي ۽ ايس. ايم. لا ڪاليج بورڊ جو صدر پڻ رهيو. 1952ع ۾ يونيسڪو ڏانهن ويندڙ پاڪستاني وفد جي قيادت ڪيائين ۽ 1953ع ۾ دولت مشترڪ يونيورسٽي ڪانفرنس ۾ پاڪستان جي نمائندگي ڪيائين. هن جو ننڍو ڀاءُ طفيل علي عبدالرحمان بہ جرميات (Criminology) جو وڏو وڪيل هو ان کان سواءِ پاڪستان جو اٽارني جنرل، سنڌ ۽ بلوچستان هاءِ ڪورٽن جو چيف جسٽس بہ رهيو. هن 1986ع ڌاري وفات ڪئي. ڪيس ڪراچيءَ جي حسن اسڪوائر قبرستان ۾ دفنايو ويو. سندس پهرين شادي حيدرآباد جي ضياء الدين شيخ خاندان مان ٿيل هئي ۽ ٻي شادي ڪراچيءَ مان ڪيائين. سندس اولاد مان ڊاڪٽر غزالا رحمان سنڌي ذريعہ تعليم جي حوالي سان آمريڪا ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪئي آهي. سندس ٻي ڌيءَ حميرا رحمان ايڪنوزم ۾ مشهوري ماڻي، جڏهن تہ سندس ٽين ڌيءَ شيري رحمان هئي گهر مان آهي. هيءَ سياستدان طور مشهور آهي ۽ نومبر 2011ع کان ڪيس آمريڪا ۾ سفير مقرر ڪيو ويو آهي.

**حسن عليءَ وارو دڙو** (ماڳ): سنڌو تهذيب جي وٿن وارو هيءُ دڙو ڪراچيءَ کان 35 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ضلعي ڪراچيءَ ۾ واقع آهي. ماڳ جي جاگرافيائي بيهڪ "00 °25 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "19 °67 اوڀر ڊگھائي ڦاڪ تي آهي. هن دڙي جي ڪل پکيڙ 200 فوٽ ۽ اوچائي 10 فوٽ آهي. دڙي جي اوڀرندي پاسي واري اڌ حصي ۾ پٿر جي ديوار جا نمايان نشان موجود آهن ۽ مٿاڇري تي وڏي تعداد ۾ ٺڪرائو پکڙيل آهي. دڙي تان ملندڙ ٺڪرائو ناسي يا ڳاڙهي رنگ جو آهي، جيڪو چڱي نموني پچايل معلوم ٿئي ٿو هتي ملندڙ ٺڪرائي تي روغن ٿيل آهي. هن ماڳ تان ڪنا، پليٽون، ٻن ڦيٿن واري رانديڪن واري بيل گاڏي وغيره جهڙيون ثقافتي وٿون مليون آهن. ماهرن جي راءِ موجب هتي پکڙيل ٺڪرائو سنڌو تهذيب سان واسطو رکي ٿو.

**حسن علي واهہ**: هيءُ واهہ، ڳوني تعلقي ۾ ڪاتيارن ويجهو ڦليليءَ جي وهڪري گاجيا واهہ ڏانهن سنڌي لائين ۾ وهي ٿو. گاجيا واهہ کي چوويهن ميلن وٽ بند ڪيو ويو آهي، جڏهن تہ مٿيون حصو ارڙهين ميل وٽ لهواري پاسي وٽان ڦليليءَ مان پاڻيءَ کڻندو رهي ٿو هن واهہ کي حسن علي واهہ ذريعي پاڻي پهچايو وڃي ٿو هن واهہ جي ڪل ڊيگهہ 35 ميل آهي ۽ ان جي شاخن جي گڏيل ڊيگهہ 63 ميل آهي. 05-1904ع ۾ نيڪال ٿيندڙ پاڻيءَ جو سرسري وهڪرو 489 ڪيوسڪ هو هن تي ساليانو پوکجندڙ ايراضي 11 هزار 259 ايڪڙ آهي، جنهن مان اٽڪل 75 سيڪڙو ايراضي وهڪري تي آباد ٿئي ٿي.

**حسن ڪبيرالدين، سيد**: سيد حسن ڪبير الدين، پير صدرالدين (1270ع-1409ع) جو فرزند ۽ پير شمس الدين سبزواريءَ ملتاني (1167ع- 1276ع) جو ڏٽو پوٽو هو. سندس خاندان جي نسب جو سلسلو حضرت امام جعفر الصادقؑ سان ملي ٿو. هي بزرگ اسماعيلي طريقي جو هڪ داعي هو. اسماعلي جماعت وٽ هو پير

حسن ڪبيرالدين جي نالي سان مشهور آهي.

سيد حسن ڪبير الدين، مخدوم جهانيان- جهان گشت جو همعصر، پر ٻنهي بزرگن جي ڪنهن به ملاقات جو ذڪر تاريخ ۾ نٿو ملي. شاهه عبدالحق محدث دهلويءَ، اخبار الاخيار ۾ سندس باري ۾ لکيو آهي ته سيد حسن ڪبير الدين 180 سالن جي ڄمار ماڻي، سندس وفات 896ھ/ 1491ع ۾ ٿي. ان حساب سان سندس ولادت جو سن 712ھ/ 1312ع هجڻ کپي. پر اها راءِ صحيح نه آهي. سندس پيدائش جي تاريخ حوالي سان محققن ۾ ڪافي اختلاف آهن. ڊاڪٽر غلام علي الانا جي تحقق موجب سيد حسن ڪبيرالدين جي ولادت 742ھ/ 1342ع ۾ ٿي ۽ سندس وفات 853ھ/ 1449ع ۾ ٿي هئي. ان حساب سان، سيد حسن ڪبيرالدين 104 سال ڄمار ماڻي. هي بزرگ مقامي طور حسن دريا جي نالي سان به مشهور آهي. سندس هن لقب جي مشهوريءَ جو سبب اهو ٻڌايو ويندو آهي ته هڪ ڀيري هندن جو هڪ قافلو گنگا ندي جي ياترا لاءِ وڃي رهيو هو اهو قافلو جڏهن اُچ شريف پهتو ته سندن ملاقات سيد حسن ڪبيرالدين سان ٿي. پاڻ قافلي جي ماڻهن کي چيائين ته ”اوهين ايترو پري ڇو ٿا وڃو اوهين جيڪڏهن چاهيو ته آئون اوهان کي هتي ئي گنگا ۽ جمنا جو درشن ڪرايان.“ پوءِ هن بزرگ جي ڪرامت سان قافلي جي سڀني ماڻهن پاڻ کي گنگا نديءَ جي ڪناري تي محسوس ڪيو سيد صاحب جي اها ڪرامت ڏسي سڀني ماڻهن سندس هٿ تي بيعت ڪئي ۽ سڀ سندس مريد ٿي ويا.

سيد حسن ڪبيرالدين بابت ’خط پاڪ اوچ‘ ۽ ’تاريخ يا احد‘ جي مولفن لکيو آهي ته هو سهروردي سلسلي سان تعلق رکندڙ هو. ’اخبار الاخيار‘ ۽ ’نذهت الخواطر‘ مان به ان راءِ کي هٿي ملي ٿي، پر حقيقت ۾ هو زندگيءَ جا آخري دم تائين اسماعيلي عقيدي تي پابند رهيو هن وقت به سنڌ، پنجاب، ڪڇ، ڪاٺياواڙ توڙي ٻاهرين ملڪن ۾ لڏي ويل اسماعيلي (آغا خاني) عقيدي جا ماڻهو سندس وڏا عقيدتمند آهن. هن وقت هن درگاهه جا سجاده نشين اثنا عشري مسلڪ سان لاڳاپيل آهن. ان جو اهو سبب به آهي ته اسماعيلي عقيدي وارا درگاهه جا پوڄاري نه رهيا.

سيد حسن ڪبيرالدين هڪ وڏو شاعر هو. سندس جوڙيل ڪلام کي ’گنان‘ سڏيو ويندو آهي. هن بزرگ جا گنان، سرائيڪي، پنجابي، هندي، گجراتي ۽ پوربي ٻولين ۾ سڄي دنيا جي اسماعلي جماعت وٽ ۽ اسماعيليه طريقه بورڊ کان سواءِ انسٽيٽيوٽ آف اسماعيل اسٽڊيز لنڊن وٽ محفوظ آهن.اسماعيلي جماعت طرفان روزانو ٻين اسماعيلي پيرن ۽ سيدن جي جوڙيل گنانن سان گڏ سيد حسن ڪبيرالدين جا گنان به پڙهيا ويندا آهن.

**حسن مشتاق انڍڙ:** محمد حسن مشتاق انڍڙ 26 جون 1927ع تي ڳوٺ الهيار انڍڙ ۾ مشهور ماڳ ناري همٿي تعلقي ٻني عاقل ۾ ڄائو سلو شاعر ۽ نثرنويس هو پرائمري استاد طور سندس تعليمي خدمتن جي وڏي مڃتا آهي، پنهنجي علائقي ۾ علم جي جوت جلايائين، هن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي لوڪ ادب اسڪيم ۾ به ڀرپور حصو ورتو ۽ ڪافي ميڙا چونڊي ۽ تحقيق ڪئي، سندس به ڪتاب شايع ٿيل آهن: (1) ’سوانح حضرت موسيٰ نواب رحه‘ ۽ (2) ’تاريخ قبيله انڍڙ: (اردو ۽ سنڌي).

**حسن ناصر:** مشهور ڪميونسٽ اڳواڻ شهيد حسن ناصر 1928ع ڌاري سيد علمبردار جي گهر حيدرآباد دکن ۾ ڄائو سندس والد مهاراجا سر ڪشن پرشاد بهادر جو پرائيويٽ سيڪريٽري



هو سندس ماءُ جو نالو زهره بيگم هو هن جو سمورو خاندان اعليٰ تعليم يافته هو حسن ناصر ابتدائي تعليم گرامر اسڪول مان ورتي. سينيئر ڪيمبرج جو امتحان اعليٰ امتيازي حيثيت ۾ پاس ڪيائين. هي بهترين مقرر هو ڪيس انگريزي زبان تي عبور حاصل هو ان لاءِ هن چاهيو پئي ته هو آڪسفرڊ يونيورسٽي، لنڊن ۾ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ وڃي، پر ننڍيءَ عمر هئڻ سبب سندس والد کيس ٻاهر وڃڻ نه ڏنو. ان تي هي ڏاڍو مايوس ٿيو ۽ عليگڙهه ڪاليج ۾ انٽرميڊيٽ لاءِ داخلا ورتائين. اتان انٽر پاس ڪرڻ کان پوءِ نظام ڪاليج مان بي. اي ڪيائين. نظام ڪاليج ۾ ئي سندس تعلق پنهنجي ماسات ذريعي ڪميونسٽ نظرين جي حامي نوجوانن سان ٿيو ۽ ڪميونزم جو ڀرپور مطالعو ڪيائين. حسن ناصر مٿئين طبقي مان هوندي به ڏاڍو حساس طبع انسان هو. جنهنڪري ڪميونسٽ نظريي مٿس شديد اثر ڪيو ۽ هن مارڪسي فلسفي جي پوئلڳي اختيار ڪندي پڙهائي ۽ گهر ڇڏي مزدورن ۽ پيڙيل طبقي جي ماڻهن جي خدمت لاءِ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو باقاعدي ميمبر بڻيو جڏهن حڪومتي ايوانن ۾ اها چوڪڇو ٿي ته حسن ناصر انڊرگرائونڊ ٿي ويو. ڪجهه عرصو حيدرآباد ۾ رهڻ کان پوءِ بمبئيءَ هليو ويو ۽ اتي سرمائيداري نظام خلاف ڪم ڪي لڳي ويو.

ورهاڱي کان پوءِ مشهور ڪميونسٽ اڳواڻ سجاد ظهير پاڪستان اچي، هتي ڪميونسٽ پارٽيءَ کي فعال ڪرڻ جو ارادو ڏيکاريو ته ڪيترا نوجوان ساڻس هم خيال ٿيا، جن ۾ حسن ناصر به هو ۽ هُو سجاد ظهير سان گڏ پاڪستان هليو آيو. انهن ڏينهن ۾ پاڪستان ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ مٿان ڀرين ڪا اهڙي سختي ڪانه هئي، پر پوءِ جڏهن سختي وڌي وئي ته سجاد ظهير واپس هندستان هليو ويو، پر پاڪستان ۾ حسن ناصر ڪم ڪندو رهيو اڳتي هلي کيس قيد ۾ رکي اذيتون ڏنيون ويون. سندس ماءُ زهره بيگم ڪوشش ڪئي ته حسن ناصر کي پاڪستان حڪومت کان ان شرط تي آزاد ڪرائجي ته هو هڪ سال تائين پاڪستان کان ٻاهر رهندو، جيئن ته زهره بيگم جو آپريشن ٿيڻو هو ان ڪري حڪومت کيس آزاد ڪيو پر اها ڳالهه حسن ناصر کي پسند نه هئي، ليڪن ماءُ جي محبت کيس مجبور ڪيو ته هو آپريشن وقت ساڻس گڏ هجي. سندس والد ڪافي عرصي کان دماغي فالج جي ڪري معذور هو حسن ناصر جو هڪ سال جي آزاديءَ جو مدو پورو ٿي رهيو هو هن نه پئي چاهيو ته هو پاڪستان ۾ پنهنجن ڪميونسٽ ساٿين کي اڪيلو ڇڏي، سجاد ظهير وانگر هندستان ۾ رهي پوي. ان ڪري هو واپس پاڪستان وريو ۽ اچي ڪميونسٽ پارٽيءَ ۾ ڪم ڪرڻ لڳو.

هن مارڪسي نظريي کي پکيڙڻ لاءِ سر ڌڙ جي بازي لڳائي ڇڏي. حڪومت پاڪستان کيس گرفتار ڪرڻ جون گهڻيون ڪوششون ڪيون، پر

هو ويس مٿائي شهر شهر ڏتڙيل طبقن جو مضبوط آواز ٿي گونجندو رهيو هو پاڪستان ۾ هڪ مقصد سان آيو هو. هن هتي انقلابي ڪميونسٽ پارٽيءَ جون پاڙون پختيون ڪرڻ پئي چاهيون. حسن ناصر ڪراچيءَ ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو مرڪزي سيڪريٽري هو. نيٽ ڪيس گرفتار ڪري چار سال قيد جي سزا ڏنئي. لاهور جي قلعي ۾ رکيو ويو. 1955ع ۾ ڪيس آزاد ڪري ٻن سالن لاءِ ملڪ بدر ڪيو ويو. 1957ع ۾ هو وري پاڪستان آيو. 1960ع ۾ ايوب خان جي فوجي حڪومت ڪيس هڪ دفعو وري گرفتار ڪيو ويو ۽ هن سخت تشدد سبب 13 نومبر 1960ع تي لاهور فورٽ جيل ۾ وفات ڪئي. ڪيس رات جي اونداهيءَ ۾ دفن ڪيو ويو.

احمد رضا قصوري (وڪيل) جي معرفت سندس امڙ زهرا بيگم لاهور ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪيو ته مون کي منهنجو پٽ ڏيکاريو وڃي، چو ته ڪيس معلوم ٿي چڪو هو ته حسن ناصر کي شهيد ڪيو ويو آهي، ته پوليس ڪورٽ کي ٻڌايو ته هو بيمار آهي. ڪورٽ حڪم ڪيو ته ڪيس اسٽريچر تي کڻي آندو وڃي ته پوليس اطلاع ڏنو ته حسن ناصر خودڪشي ڪري چڏي آهي. جڏهن ڪورٽ جي حڪم تي حسن ناصر جي قبر کوٽي، لاش ماءُ کي ڏيکاريو ويو ته هن ٻڌايو ته اهو لاش حسن ناصر جو ناهي. هن وقت سندس قبر بابت ڪنهن کي به خبر ڪانهي ته ڪٿي آهي.

**حسن واهڻ** (ديهه): تعلقي ڏوڪريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حسن واهه، ميهر ٻهڻ، ڪانو پور ۽ پليڊنو ٻهڻ.

**حسن وڳڻ** (ديهه): تعلقي ڳڙهي ياسين ضلعي شڪارپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڏاريجا، امام بخش چانڊيو، عالم خان چانڊيو، عارباڻي، رهاڻ وڳڻ، رڪيل جي واند، قادر بخش وڳڻ ۽ پنجل شاھ جي واند.

**حسن هري** (ديهه): تعلقي وارھ ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'لنڊي' ۽ 'ملوڪ تنيي' نالي ڳوٺ آباد آهن.

**حسن ۽ جنگ** (ڪتاب): قديم شعري ادب جي لحاظ کان، مشرقي ديسن ۾ 'رامائڻ' ۽ 'مهاڀارت' جا قصا ۽ مغربي ملڪن ۾ Iliad (ايليڊ) ۽ اوڊيسي (Odyssey) جيڪي يونان جي نابين شاعر هومر (Homer) جا رچيل آهن، وڏي اهميت رکن ٿا. ڪن عالمن 'رامائڻ' کي Odyssey سان ڀيٽيو آهي، چو ته ٻنهي ۾ سورمن جا داستان ڏنل آهن، پر اها مشابهت اهڙي پوري نه آهي، جهڙي 'مهاڀارت' جي Iliad سان، جن ٻنهي ۾ مهاڀاري جنگين جا بيان آهن، هڪ ۾ مهاڀارت جي جنگ، ٻئي ۾ ٽراءِ (Troy) جي جنگ.

سنڌيءَ جي مشهور ترجمي نگار، جينت ريلواڻيءَ نثر جي هڪ ڪتاب تان ٻه ڪهاڻيون سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيون. (1) 'ٽراءِ جي لڙائي'، (2) 'ٽراءِ جو پتن' (شڪست). پوئين ڪهاڻي يوناني شاعر هومر جي Iliad تان نه پر رومي شاعر ورجل (Virgil) جي عظيم ڪوتا Adenoid تان ورتل آهي. انهيءَ ٻنهي ڳالهين ملائڻ سان ٽراءِ نگر جي ڪهاڻي مڪمل ٿي پئي آهي. جڳت آڏواڻيءَ جي ترجمي ڪيل هنن ٻنهي ڪهاڻين کي گڏي، ڪهاڻي پبليڪشن بمبئي 'حسن ۽ جنگ' عنوان سان ڪرائون سائيز جي 66 صفحن تي مشتمل ڪتاب جي صورت ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت ان وقت 12 آنا رکي وئي هئي.

**حسن** رضه **۽ حسين** رضه (ڪتاب): هيءُ ڪتاب عالم ۽ اديب ۽ عربيءَ جي ڄاڻو سيد علي مير شاھ جو لکيل آهي. ڪتاب جو هيءُ ستون ڇاپو آهي، جيڪو جولاءِ 2007ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي واڳڻي در، شڪارپور طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. هن ڪتاب ۾ سيدنا حسن بن علي رضه ۽ سيدنا حسين بن علي رضه (شهيد ڪربلا) جي سوانح حيات ڏني وئي آهي. ڪتاب جو هر موضوع پرڪشش ۽ معلوماتي آهي. پڪي جلد ۽ ٻن رنگن جي ٽائٽل سان 192 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 64 روپيا آهي.

**حسني قادري، بچل شاھ جيلاني**: حسني قادري، سخي بچل شاھ جيلاني، سنڌ جو وڏو ولي الله ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي، جنهن جي سنڌ ۽ هند ۾ وڏي هاڪ رهي آهي. سخي بچل شاھ جيلاني، حسني قادري غوث اعظم دستگير پير عبدالقادر جيلاني رح جي سورهين پيڙهيءَ مان آهي. سندس جنم نورائي شريف ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم ۽ تربيت جدي پشتي ڪامل والد ۽ والده جي هٿ هيٺ ورتائين. تعليم حاصل ڪرڻ بعد سنڌ کان سواءِ پيچ ۽ ڪڇ ۾ انسانيت جي اصلاح ۽ تبليغ لاءِ ڏورانهان سفر ڪيائين. سحرانگيز شخصيت هئڻ ڪري سندس درس مان متاثر ٿي، سوين ماڻهو دين جي طرف راغب ٿيا. ورهاڱي کان اڳ هندستان جي ڪڇي سومرن جا 700 گهر سندس هٿ تي اسلام قبول ڪري، سندس معتقد ٿيا، جن جا ڳوٺ اڄ به بدين ضلعي ۾ موجود آهن. پير صاحب وڏو سخي ۽ نهنو عالم هو. سوالي وٽانئس خالي هٿين واپس نه موٽندو هو. پراوا قرض به ادا ڪري ڇڏيندو هو.

سندس وفات 29 ربيع الآخر 1310ھ/20 نومبر 1892ع تي درگاھ نورائي شريف ۾ ٿي ۽ سندن مزار اُتي ئي واقع آهي.

**حسني قادري، پير غلام شاھ جيلاني**: جماعت قادريه جيلانيه جي روحاني پيشوا، بزم جيلاني سنڌ ۽ جميعت مشائخ اهلسنت پاڪستان جي سرپرست حسني قادري، پير غلام شاھ جيلاني، 5 جون 1945ع تي نورائي شريف ۾ جنم ورتو. نورائي شريف حيدرآباد کان 30 ڪلوميٽر ڏکڻ طرف آهي. سندس نسب جو سلسلو حضرت غوث اعظم دستگير عبدالقادر جيلاني رح سان ملي ٿو. پير صاحب ابتدائي تعليم ۽ تربيت والد بزرگوار کان حاصل ڪئي، بعد ۾ سنڌ جي مجيل عالمن کان درگاھ نورائي شريف ۽ درگاھ امينائي، ضلعي دادوءَ مان تعليم حاصل ڪرڻ بعد مفتي خليل احمد برڪاتيءَ وٽان مدرسه احسن البرڪات، حيدرآباد مان درس نظامي مڪمل ڪيو. هن طريقت ۽ تصوف جون رمزون پنهنجي والد کان حاصل ڪيون. سندن طبيعت ۾ ابتدا کان ولي صفائي سٿرائي ۽ نفاست شامل رهي. ننڍيءَ عمر کان ئي جلسن ۾ خطاب ڪندو هو ۽ جوانيءَ تائين پهچندي وڏن خطيبن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. سندس وعظ عام ماڻهن جي اصلاح، انسان دوستيءَ لاءِ رغبت، صفائي ۽ پاڪائيءَ جي تعليم، خوف الاهيءَ ۽ عشق مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جي ترغيب تي مشتمل رهيو آهي. سڄيءَ سنڌ ۾ سندس معتقد ۽ پوئلڳ موجود آهن. ان کان سواءِ سندن معتقدن جو چڱو تعداد پاڪستان سميت، سعودي عرب، دبئي، يورپ ۽ آمريڪا وغيره ۾ موجود آهي. پير صاحب سدائين سماجي سڌاري ۽ انسانيت جي ڀلائيءَ ۽ دين جي خدمت جو درس

ڏنو آهي. پير صاحب بهترين شاعر ۽ اديب آهي. سندس شاعريءَ ۾ نج سنڌي ٻولي رواني‌ءَ سان استعمال ٿيل آهي. پير صاحب بزمِ جيلاني سنڌ جو بنياد وجهي، طرحي ۽ غير طرحي مشاعرا ڪرائيندا رهن ٿا، جنهن ۾ سنڌ جا نالي وارا شاعر شرڪت ڪندا رهيا آهن. سندس شاعريءَ جي تعريف ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، امداد حسيني ۽ رسول بخش پليجي ڪافي لکيو آهي.

پير غلام شاهہ جيلاني ملڪ ۾ اخلاقي قدرن کي هٿي وٺرائڻ، مذهب ۽ مسلڪ جي درست تشريح ڪرڻ ۽ براين خلاف عملي ڪم ڪندو رهيو آهي. هن 'جميعت مشائخ اهلسنت پاڪستان' جو بنياد وجهي، روحانيت ۽ حقيقي دينيءِ خدمت جو ڪم جاري رکيو آهي. ان سلسلي ۾ سڄي ملڪ ۾ مختلف درگاهن ۽ درسگاهن تي وڃي گادي نشينن ۽ روحاني پيشوائن سان ملاقاتون ڪري معاشري جي براين خلاف ڪيترا سيمينار، ڪانفرنسون ۽ جلسا ڪرايا آهن. انسانيت جي اصلاح لاءِ مهيني ۾ ٻه ٻيرا تبليغي جلسو، هر اسلامي مهيني جي چوڏهين تاريخ درگاهہ نورائي شريف ۾ ستاويهين تاريخ خانقاهہ عاليہ جيلاني هائوس مڪليءَ ۾ منعقد ڪرائيندو آهي. اهڙن ساليانِي اجتماعن ۾ هزارين عقيدتمند شريڪ ٿيندا آهن ۽ سندن ڪاڌ خوراڪ جو انتظام پير صاحب خود ڪندو آهي.

پير صاحب جي ذاتي ڪوشش سان مدرسہ جامع زين العلوم قادريہ جيلاني مڪلي، جو قيام ٿيو، جتي گذريل 45 سالن کان امير ۽ غريب جي فرق کان سواءِ ٻارن کي مفت ديني تعليم ڏني وڃي ٿي. سندس هدايتن تي جماعت جي ڪيترن ڳوٺن ۾ مدرسا بہ قائم ٿيا آهن.

هن بزرگ جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) بياضِ پير (ٻہ حصا)، (2) جيڪي ڏٺو اسان (سفرنامو)، (3) ديوان پير، (4) گنبذ خضريٰ، (5) نعتون منهنجي نبيءَ جون، (6) اسان جي راز جون ڳالهيون، (7) مناجاتون، (8) سنڌ جو غدار ڪير؟ (9) آداب زندگي، (10) خطبات جيلاني، (11) خطباتِ پير، (12) نعتين حضورؐ ڪي (اردو) وغيره شامل آهن. ان کان سواءِ سندس سرائيڪي ۽ اردو ڪلام سميت ڪي ٻيا ڪتاب ڇپائيءَ جا منتظر آهن.

پير صاحب جو نالو سنڌ دوست عالمن ۽ مشائخن ۾ سرفهرست آهي. پنهنجي خطبن توڙي لکڻين ۾ سنڌ جي حقن ۽ ان جي اهميت کي بيان ڪندو رهيو آهي. گڏوگڏ مذهبي جي نالي تي دهشتگردي، خودڪش حملن ۽ بنياد پرستيءَ خلاف پرچار ڪندو رهيو آهي.

**حسني قادري، حاجي شاهہ جيلاني:** حسني قادري سيد عبدالقادر المعروف حاجي شاهہ جيلاني، حسني قادريءَ، نورائي شريف ۾ سيد سخي بچل شاهہ رح جي گهر 9 ذوالحج جي ڏينهن تي جنم ورتو. سيد حاجي شاهہ غوث اعظم دستگير 'بادشاهہ پير' جي سترهين پيڙهيءَ مان، وقت جو وڏو داناءُ، سخنوَر ۽ ولي الله هو. سندس ولادت جيئن تہ 9 ذوالحج تي ٿي هئي، ان ڪري ڪيس حاجي شاهہ سڏيندا هئا. شريعت جو پابند هو ۽ اڪثر وقت زهد، تقويٰ ۽ عبادت ۾ گذاريندو هو. ننڍي هوندي ئي سندس شهرت هنڌين ماڳين هُلي وئي. غير اخلاقي ۽ غير شرعي بيهودي ڳالهين تي سخت ناراض ٿيندو هو. روايت موجب هڪ دفعي سيوهڻ ۾ حضرت لعل شهباز رح جي درگاهہ تان حاضريءَ بعد اتي مسجد ۾ ذڪر ۾ مصروف هو تہ ڪيترا ماڻهو سندس آمد جو ٻڌي اچي گڏ ٿيا، جن ۾ هڪ فاحشہ بہ هئي، جا سر جهڪائي نوڙت سان ويٺي هئي. پير صاحب ڪانئس پڇيو تہ، "مائي! تون هتي مردن ۾ ڇو ويٺي آهين؟" مائيءَ وراڻيو تہ، "سائين اوهان جهڙي نيڪ ٻانهي جو ٻڌي آئي آهيان، اوهان جي قدمن ۾ ويهڻ چاهيان ٿي تہ متان مون بدڪار جي قسمت بدلجي پوي." اهو ٻڌي پير صاحب وراڻيو "مائي پوءِ بُري پيشي سان واسطو ڇو ٿي رکين؟" مائيءَ وراڻيو "سائين، خانداني پيشو اٿم، سو ڇڏيندي شرم ٿو اچي!" اهو ٻڌندي پير صاحب دانهن ڪئي ۽ بيهوشيءَ جي ڪيفيت ۾ اچي ويو ۽ مٿو منبر سان لڳائي خاموش ٿي ويو. سڀ ماڻهو سڪتيءَ ۾ اچي ويا تہ پير صاحب کي الائي ڇا ٿيو. مائيءَ ڊڄندي ڊڄندي پير صاحب کي چيو "سائين! مون گناهگار کان ڪهڙي خطا ٿي، جو اوهان تي اهڙي ڪيفيت طاري ٿي؟" پير صاحب ڪجهہ دير بعد ڳالهايو ۽ چيائين، "مائي، ڏوهہ تنهنجو ناهي، پر تو مون کي پنهنجو خانداني پورهيو ياد ڏياري ڇڏيو. مون پنهنجو سهڻو خانداني پورهيو ڇڏي ڏنو.. جيتوڻيڪ تو کي پنهنجي بُري ڪم ڇڏڻ تي بہ ندامت ٿئي ٿي!" پير صاحب جي اهڙي گفتگوءَ جو مائيءَ سميت سمورن ماڻهن تي گهرو اثر ٿيو ۽ چون ٿا تہ اها عورت اڳتي هلي هڪ عارف خاتون بڻجي وئي.

حاجي شاهہ جيلاني وفات واري رات پهرين مريدن، ڳوٺ وارن ۽ پوءِ گهر وارن کي سڏي اهم وصيعتون ۽ نصيحتون ڪيون ۽ پنهنجي فرزند کي ياسين شريف پڙهڻ لاءِ چيو ۽ ڪلمہ شهادت پڙهي دم ڌڻيءَ حوالي ڪيائين. سيد حاجي شاهہ حسني قادريءَ جو وصال 19 شوال 1363هہ تي ٿيو. سندس مزار درگاهہ نورائي شريف ۾ آهي.

**حسني قادري، زين العابدين شاهہ جيلاني:** سيد زينَ العابدين شاهہ جيلاني، وقت جو ولي هو. سندس جواني، بزرگي ۽ وفات رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي زندگيءَ جي پيروي هئي. ننڍپڻ کان وٺي عشقِ رسول ۾ پاڻ کي سمائي ڇڏيو هئائين. پير صاحب جو شعر آهي:

اَڄ بہ آڌيءَ رات جو مون کي سُهڻو سرور ياد پيو،
ننڊ نيڻن جي ڦٽي، مون کي هوت هر هر ياد پيو،
عشق ٻارڻ ٻاريا، مون ماڳ مديني جا ساريا،
گهوڙا گهوڙا! ڪيئن گهاريان مون کي گهوٽ گوهر ياد پيو!

پير صاحب وٽ ماڻهن جا ميڙا متل هوندا هئا، جنهن ۾ امير ۽ غريب جو متڀيد نہ هوندو هو. سندس مجلس ۾ هميشہ ذڪر رسول صلعم هوندو هو. پير صاحب خداداد صلاحيتن جو مالڪ هو. کيس شاعريءَ تي بہ ملڪو حاصل هو. عام حالتن ۾ بہ سندس گفتگو پُر اثر، ادب ۽ سخن جو اعليٰ نمونو هوندي هئي. روزانو رات جو تهجد ادا ڪري، جماعت سان گڏ سرڪار مدينه عليہ الصلوات والسلام جي حضور صلاة سلام پيش ڪندو هو. سندس وفات بہ ڪرامت جو نمونو هئي. زندگيءَ جي آخري جمعي نماز ادا ڪري، اعلان ڪيائين تہ "جيڪڏهن مون تي ڪنهن جو بہ ڪو حق ۽ قرض هجي تہ ادا ڪريان، شايد ٻيهر موقعو نہ ملي." وصال واري رات سڀني مريدن ۽ خادمن کي گهرائي موڪلايائين. ان کان پوءِ اهل اولاد کي گهرائي ضروري وصيعتون ۽ نصيحتون ڪيائين ۽ چيائين تہ اڄ رات ڇئين وڳي منهنجو وصال ٿيندو."

پوري ٽين وڳي رات جو پنهنجي فرزند پير غلام شاهه جيلانيءَ کي گهرائي، مريدن خادمن جي موجودگيءَ ۾ کين صلاة ۽ سلام پڙهڻ جو چئي، پاڻ اشارن سان تهجد ادا ڪري، بستري تي جماعت سان گڏ صلواة سلام پڙهائي کين چيو ته منهنجا هاڻ پير سڏا ڪريو ۽ ٺيڪ چئين وڳي رات جو وصال ڪيائين. سندس مزار نورائي شريف ۾ آهي، جتي ساليانو عرس 14 محرم جي رات عيقدت مان ملهايو ويندو آهي، ۽ 14 ربيع الاول تي خانقاهه عاليه جيلانيه، جيلاني هائوس مڪلي (ٺٽي) ۾ سندس فرزند پير غلام شاهه جيلاني عقيدت مان ملهائيندو آهي.

**حسني قادري، علي اصغر شاهه جيلاني**: حسني قادري، سيد علي اصغر شاهه جيلاني، وقت جو ولي ۽ عارف ٿي گذريو آهي، هُن کي 'دريائي پير' به سڏيندا آهن. سندس ولادت نورائي شريف ۾ ٿي ۽ غوث اعظم دستگير پير عبدالقادر شاهه جيلاني رح جي تيرهين پيڙهيءَ مان هو. سندس ديني، فلاحي خدمتن جو تذڪرو 'تحفة الڪرام' ۾ به آهي. هڪ روايت موجب پنهنجي وڏي ڀاءُ سيد علي اڪبر شاهه جيلانيءَ سان گڏ درياهه جي ڪناري واقع پنهنجي آستاني تي ويٺل هو. (ان وقت سنڌوءَ جو وهڪرو نورائي شريف مان هو.) ته هڪ پريشان حال هيڏي عورت روئندي اچي عرض ڪيو ته منهنجو سڄو خاندان ٻيڙيءَ ۾ سوار آهي ۽ ٻيڙي ٻڏڻ واري آهي. پاڻ گهوڙي تي چڙهي وڃي ٻيڙي جي خاندان واري لهرن ۾ لڙهندڙ ٻيڙي سلامت ڪيرايائين ۽ پنهنجي بزرگ پير عبدالقادر شاهه جيلانيءَ جي روايت کي پورو ڪيائين. ان ڏينهن کان پوءِ مٿس 'دريائي پير' نالو پئجي ويو ۽ چون ٿا ته بعد ۾ مستقل طور پنهنجي خاندان سان گڏ هڪ ٻيڙيءَ ۾ درياهي زندگي گذاريائين ۽ عبادت ڪيائين.

پير علي اصغر 'دريائي پير' جو وصال ٻيڙيءَ ۾ ٿي 28 ربيع الآخر 1200هه تي ٿيو. هاٽوڪي ڪوٽڙي پل سان گڏ ساڄي هٿ تي سندس جسد خاڪي 6 مهينا امانت طور رکيو ويو اها جاءِ هاڻي به 'دريائي پير جي تڪيي' طور مشهور آهي، بعد ۾ کيس درگاهه نورائي شريف ۾ دفنايو ويو.

**حسني مبارڪ**: مصر جي اڳوڻي صدر، فوجي اڳواڻ ۽ ناليواري سياستدان حسني مبارڪ جو جنم، ڪافر المسيلحه، مصر ۾ 4 مئي 1928ع تي ٿيو.



هاءِ اسڪول جي تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ هن مصر جي هڪ فوجي اداري (Egyptian Military Academy) ۾ داخلا ورتي، 1949ع ڌاري فوجي سائنس ڪاليج (Military Science College) مان گرئجوئيشن ڪيائين. 13 مارچ 1950ع تي ڪميشن پاس ڪري پائيلٽ مقرر ٿيو. 1950ع ڌاري هوائي فوجي اڪيڊميءَ (Air Force Academy) ۾ انسٽرڪٽر Instructer مقرر ٿيو جتي 1959ع تائين رهيو ان دوران هن ماسڪو (روس) ۽ ڪرغستان جي شهر 'بشڪيڪ' Bishkek ۾ پائيلٽ جي تربيت ورتي، جيڪو اڄڪلهه پنجين روسي آرميءَ جو 999 ايئر بيس سڏجي ٿو حسني مبارڪ لايوشن (Llyyushin) II-28 ۽ ٽوپو ليوٽو 16 بامبرجيٽ جي تربيت وٺڻ بعد 1964ع ۾ ملٽري اڪيڊميءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي. مصر واپسيءَ تي پهريان ونگ ڪمانڊر پوءِ بيس ڪمانڊر ۽ 1966ع ۾ ڪيرو ويسٽ ايئر سپورٽ ايئربيس جو ڪمانڊر مقرر ٿيو. نومبر 1967ع ۾ کيس ايئر فورس اڪيڊميءَ جو ڪمانڊر ۽ 1969ع ۾ مصر جي ايئر فورس جو چيف آف اسٽاف، 1972ع ۾ هوائي فوج جو ڪمانڊر ۽ مصري دفاع جي وزارت جو ڊپٽي منسٽر ۽ 1973ع ۾ فوجي خدمتن عيوض ايئر چيف مارشل مقرر ڪيو ويو. مصر پاران اسرائيل خلاف ٿيل جنگ ۾ هن وڏو ڪردار ادا ڪيو.

پهريون پيرو مصر جي صحافي ۽ تجزئي نگار محمد حسنين هيڪل، سئيز ڪئنال معاملي تي کيس تنقيد جو نشانو بڻايو جنهن جو چوڻ هو ته سئيز ڪئنال معاملو ڳالهه ٻولهه سان حل ٿي پئي سگهيو پر حسني مبارڪ فوجي اڳرائي ڪري مشڪلاتون پيدا ڪيون. حسني مبارڪ کي 'سعاد ايلدن' جي ڌيءَ شاهدان ايلشازلي پڻ تنقيد جو نشانو بڻايو ۽ کيس 1973ع واري جنگ جو ذميوار قرار ڏنو.

اپريل 1975ع ۾ حسني مبارڪ کي مصر جو نائب صدر مقرر ڪيو ويو ۽ ان عهدي تي ذميواريءَ سان فرض نڀايائين. آڪٽوبر 1981ع ۾ صدر سادات جي سياسي قتل کانپوءِ حسني مبارڪ مصر جو صدر ۽ نيشنل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ جو چيئرمئن مقرر ٿيو. بي بي سي جي هڪ خاص رپورٽ موجب حسني مبارڪ ڇهن قاتلاڻن حملن مان بچي نڪتو. سندس حڪومت (5-2004ع) دوران مصر جي اسٽاڪ مارڪيٽ ۾ تمام گهڻي تيزي آئي، جيتوڻيڪ حڪومتي ادارن کي خانگائڻ وارين پاليسين سبب مٿس وڏي تنقيد ٿي. هيءُ لڳاتار چار ڀيرا ريفرينڊم (Refrendum) ذريعي وڏي اڪثريت سان صدر مقرر ٿيندو آيو.

ملڪ ۾ اندروني انتشار ۽ بين الاقوامي دٻاءَ جي ڪري هن پارليامينٽ مان آئين ۾ ترميمون ڪرايون، مخالف اميدوارن کي صدارتي اليڪشن ۾ حصو وٺڻ جي قانوني اجازت ڏني ۽ چونڊن ۾ بنا مقابلي صدر ٿي ويو. پر 2005ع وارين چونڊن کي مختلف سماجي تنظيمن بدعنوانين تي مشتمل چونڊون قرار ڏنو.

هن جي پوئين صدارتي دور ۾ سياسي بدعنوانيون چوٽ تي چڙهيل رهيون، ڪيترائي سياسي ۽ سماجي ڪارڪن جيلن ۾ وڌا ويا. 2005ع دوران Freedom House نالي هڪ سماجي تنظيم انڪشاف ڪيو ته حسني مبارڪ جي پوئين صدارتي دور ۾ ڪاموراشاهيءَ جي ڪاروهنوار ۽ ڪجهه ٻين منفي عنصرن کي هٿي ملي، جن بدعنوانين جا رڪارڊ قائم ڪيا. ٽرانسپرنسي انٽرنيشنل (Transparency International) جي 2010ع واري رپورٽ موجب حسني مبارڪ جي پوئين دور ۾ مصر دنيا جي 178 بدعنوان ترين ملڪن مان 98 نمبر تي هو حسني مبارڪ اسرائيل جو حامي ۽ عرب ليگ کي گهٽ ويجهو رهيو آهي، خطي ۾ پائيدار امن لاءِ هن عربن جي ڪوشش کي گهٽ همٿايو آهي.

25 جنوري 2011ع تي مصر جي شهر ڪئريو (Cario) ۾ حسني مبارڪ جي حڪومت خلاف عوام پاران شديد رد عمل سامهون آيو ۽

عوام ڪانگس بيزاريءَ جو اعلان ڪندي استعيفيٰ ڏيڻ جي گهر ڪئي. عوام جي مسلسل احتجاج بعد حسني مبارڪ 1 فيبروريءَ تي اعلان ڪري سيپٽمبر ۾ متوقع چونڊن ۾ حصو نہ وٺڻ ۽ آئين ۾ اصلاحن آڻڻ جو واعدو ڪيو.

سندس ان وعدي تي بہ عوام راضي نہ ٿيو ۽ ڪانگس استعيفا جو مطالبو زور وٺندو رهيو. ان دوران حسني مبارڪ جي حامين ۽ مخالفن جي وچ ۾ شديد مظاهرا، جهڙپون شروع ٿيون. اهي جهڙپون 2 فيبروري 2011ع تائين جاري رهيون. آخرڪار نائب صدر عمر سليمان اعلان ڪيو تہ حسني مبارڪ استعيفيٰ ڏئي ڇڏي آهي. ان اعلان سڄي مصر ۾ خوشيءَ جي لهر پکيڙي ڇڏي. استعيفا ڏيڻ ڪانپوءِ هو وري ميڊيا تي ظاهر نہ ٿيو. اهو بہ ٻڌڻ ۾ آيو تہ هو بيمار ٿي ڪوما ۾ هليو ويو. ڪيس 1995ع ڌاري 'جواهر لعل نهرو اوارڊ' مليو.

هن مصر تي 29 سال حڪومت ڪئي. 2009ع جي پريڊ مئگزين (Parade Magazine) هن کي دنيا جو ويهون (20) بدترين آمر قرار ڏنو.

**حسني ۽ حسيني:** هن طريقي متعلق ڪتاب جنت السنڌ جو ليکڪ رحيمداد خان مولائي شيدائي لکي ٿو تہ: حسني ۽ حسيني طريقي جو پهريون بزرگ امير ڪبير سيد قطب الدين مدنيؒ جو پاڙيجو هو. جنهن غوث الاعظم محبوب سبحانيؒ کان فيض پرايو ۽ شيخ نجم الدين ڪبريٰ کان بيعت ڪئي هئي. امير ڪبير کي روايتي صادقہ ۾ بارگاهہ نبويءَ کان هندستان وڃڻ ۽ جهاد ڪرڻ لاءِ حڪم مليو هو. پاڻ هزارين مريدن سان هجري ڇهين صديءَ جي ابتدا ۾ سنڌ ۾ پهتو. هتان نڪري دهليءَ ۽ ڪڙهہ مان ڪپور پهتو ۽ اُتي وفات ڪيائين. سيد احمد شهيد بريلوي، جنهن 19 صدي ۾ سکن خلاف جهاد ڪيو هو، سو سيد امير ڪبيرؒ جي اولاد مان هو. گويا حسني ۽ حسيني طريقي جي ابتدا پهريان سنڌ مان ٿي ۽ اهو طريقو هتان ٿي پوءِ هندستان پهتو.

**حسڻ لاکي جو مقبرو:** هيءُ مقبرو ميان نور محمد ڪلهوڙي جي خاص خليفي حسڻ لاکي جو آهي. هن جي والد جو نالو پير بخش هو. مقبرو قنبر کان 40 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي يونين ڪائونسل غيبي ديري ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ آهي. مقبري جي اڏاوت 1800ع جي آهي. حسڻ لاکي کي گنداخا جي اتر طرف ۾ جاگيرون مليل هيون. حسڻ لاکي ۽ پير بخش لاکي هڪ واهہ بہ کوٽايو هو. ان جو نالو 'قادر واهہ' رکيائون. حسڻ لاکي 1778ع ڌاري وفات ڪئي. سندس مزار جي مٿان ولي محمد چانڊيي مقبرو تعمير ڪرايو.

**حسيب:** الله جي 99 نالن مان هڪ نالو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي قيامت جي ڏينهن حساب ڪرڻ وارو.

**حسين آباد**[1]: حيدرآباد شهر جو هڪ پراڻو علائقو آهي، جيڪو حيدرآباد جي اولهہ ۾ سنڌو درياهہ جي ڪناري تي آباد آهي. هن جو شمار سنڌ جي وڏن بندرن ۾ ٿيندو هو. هن علائقي جو پراڻو نالو 'گدو بندر' هو. جيڪو ديوان گدو مل جي نالي پويان رکيو ويو هو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ هن جو نالو گدو بندر مان ڦيرائي حسين آباد رکيو ويو. اڄ بہ هن علائقي جي اهم چوراهي کي گدو چوڪ جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. هن علائقي ۾ پاڪستان جي سڀ کان وڏي نفسياتي مريضن جي اسپتال (گدو اسپتال) واقع آهي. حسين آباد واري بند وٽان ٿي 1921ع ۾ بنگالي زبان جي نامور شاعر ٽئگور سنڌوءَ جو نظارو ڪيو هو. اديب ۽ تعليمدان قلندر شاهہ لڪياري، غلام حسين پناڻ ۽ ناميارو اديب ولي رام ولڀ حسين آباد ۾ رهائش پذير آهن.

**حسين آباد**[2] (ديهہ): تعلقي ڪوٽڏيجيءَ جي هڪ ديهہ جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

حسين آباد، آزاد منزل، مولا بخش رند، خورشيد احمد پنجابي ۽ ميان حاجي عاقل.

**حسين احمد مدني، مولانا:** مولانا سيد حسين احمد مدنيءَ جو شمار ننڍي کنڊ جي انهن آزادي پسند عالمن ۾ ٿئي ٿو جن زندگيءَ جو وڏو حصو انگريز سامراج خلاف جدوجهد ڪندي گذاريو. سيد حسين احمد جو ٻانگ جو نالو چراغ محمد هو. هن 19 شوال 1296هہ مطابق 6 آڪٽوبر1879ع ۾ هندستان جي ڳوٺ بانگرمؤ ضلعي اناؤ ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو سيد حبيب الله حسيني هو. سندس وڏا اصل ۾ ڳوٺ الهداد پور تعلقي ٽانڊه، ضلعي فيض آباد جا رهاڪو هئا. سندس والد سيد حبيب الله مولانا فضل الرحمان گنج مراد آباديءَ جو خليفو هو. سيد حسين احمد ٻارهن سالن جي عمر ۾ 1891ع ۾ حضرت شيخ الهند مولانا محمود الحسن وٽ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويو ۽ ستن سالن جي عرصي ۾ سمورن روايتي علمن جي تحصيل ڪري، مولانا رشيد احمد گنگوهيءَ جي هٿ تي بيعت ڪيائين. 1898ع ۾ سندس والد اهل عيال سميت مستقل طور هجرت ڪري بيت الله شريف وڃڻ جو ارادو ڪيو تہ حجاز تائين سيد حسين احمد ساڻن گڏ ويو. مولانا رشيد احمد گنگوهيءَ جي هدايت تي حاجي امداد الله مهاجر مڪي وٽ وڃي سلوڪ جا مرحلا طئي ڪيائين. ڪجهہ مهينن بعد مديني شريف ويو. حرم پاڪ ۾ صحاح ستہ، تفصير ۽ فقهہ جي تعليم ڏنائين. جنهن سبب سندس شهرت عرب کان ٻاهر ٻين ملڪن تائين ٿي، جتي 'شيخ الحرم' جي لقب سان مشهور ٿيو. اٺ سال سعودي عرب ۾ رهڻ کان پوءِ 1908ع ۾ ٻيهر هندستان موٽي آيو. جتي ٽن سالن تائين رهي ديوبند سميت ٻين جاين تي ڪامياب مذهبي اجتماع ۽ جلسا ڪيائين.

1916ع ۾ جيئن ئي برصغير ۾ آزاديءَ جي تحريڪ زور ورتو تہ هيءُ هندستان مان حجاز ويو. ان ئي سال حج ڪري مديني منوره ويو. ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ عربستان ۾ شهزادي شريف بغاوت ڪئي، نتيجي ۾ سندس ڪيترائي حمايتي عالم گرفتار ڪيا ويا جن ۾ هن کي بہ قيد ۾ رهڻو پيو ۽ پوءِ مالٽا واري جيل مان آزاد ٿيو. سندس والد مولانا حبيب الله حسيني ۽ پائرن کي ترڪي حڪومت گرفتار ڪري 'ايڊريالو پل' پهچايو. جتي سندن والد وفات ڪئي. پاڻ شيخ الهند سان وڃي مليو. جنهن ڪيس خلافت اسلاميہ جي بقا ۽ تحفظ لاءِ هندستان ۾ جدوجهد ڪرڻ جو حڪم ڏنو. جنهن ڪانپوءِ هيءُ هندستان موٽي آيو جتي وطن جي آزادي ۽ تحريڪ خلافت ۾ دل و جان سان ڪم ڪيائين. ڪجهہ عرصي بعد ڪيس سياسي سرگرمين سبب ڪراچي مان گرفتار ڪري 2 سال قيد ۾ رکيو ويو. ٻن سالن بعد ڪراچي مان آزاد ٿي ديوبند پهتو. ڪراچي جيل ۾ مولانا محمد علي جوهر کي قرآن شريف جو ترجمو پڙهايائين. پاڻ ڇهن سالن تائين سهلٽ (بنگال) ۾ جامعہ اسلاميہ ۾ شيخ الحديث جي حيثيت ۾ رهيو. جتي تدريس

کان سواءِ تبليغ بہ ڪيائين. سهلٽ ۾ ٿوري ئي عرصي ۾ اسلامي انقلاب آندائين. ڪيترائي ماڻهو سندس معتقد ٿيا. واپس ديوبند اچڻ کانپوءِ بہ هر سال رمضان المبارڪ جي مهيني ۾ سهلٽ ويندو هو ۽ اتي رهي دين جي پرچار ڪندو هو. هن ڪيترائي حج ڪيا. سياسي طور ڪانگريس سان بہ سندس واسطو رهيو ۽ برصغير هند ۾ هندو مسلم اتحاد پيدا ڪرڻ سميت انگريزن جي تسلط جي خاتمي لاءِ جدوجهد ڪيائين ۽ ورهاڱي دوران ٿيل فسادن ۾ ماڻهن جي بچاءَ لاءِ بنا ڪنهن فرق جي خدمت ڪيائين. هن ڊسمبر 1957ع ۾ وفات ڪئي.

**حسين الفوائد و احسن تعليم الانبياءَ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب هالن پراڻن جي عالم ۽ استاد آخوند محمد حسن سانوٽيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ تعليم ۽ تدريس بابت هدايتون آهن. آخوند محمد حسن پهرين رمضان 1293هہ/1876ع تي لکي پورو ڪيو. هن ڪتاب جي لکڻ پويان مصنف جو اصل مقصد هو سنڌيءَ ذريعي فارسي لفظن جون معنائون آسانيءَ سان سمجهہ ۾ اچن. ڊاڪٽر بلوچ ڪتاب جو اوائلي قلمي مسودو ڏنو هو جنهن ۾ الفاظ "الف ب وار" نہ هئا، بلڪ بي ترتيب قلمبند ٿيل هئا. هن ڪتاب کي ڊاڪٽر بلوچ سنڌي لغات جو هڪ چڱو وڏو ذخيرو قرار ڏنو آهي. جنهن مان ڪن سنڌي لفظن جي ماهيت ۽ معنيٰ وڏيڪ چٽائيءَ سان معلوم ٿئي ٿي.

**حسينا واجد شيخ**: بنگلاديش جي عظيم سياسي رهنما شيخ مجيب الرحمان جي ڌيءَ ۽ بنگلاديش جي پهرين عورت وزيراعظم شيخ حسينا واجد، 26 ڊسمبر 1947ع تي بنگلاديش جي هڪ ڳوٺ 'تنجيپارا' ۾ جنم ورتو هن پرائمري تعليم ڪريلاڪويا اسڪول مان حاصل ڪئي. هن ننڍپڻ وارا ڏينهن پنهنجي ڏاڏاڻن سان گذاريا. ڪجهہ عرصي کانپوءِ ڪيس 'عظيم پور' گرلس اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو. هن سياسي تربيت پنهنجي والد کان ورتي ۽ پنهنجي پيءُ جي سياسي فلسفي کان گهڻي متاثر هئي. اسڪول واري زندگيءَ دوران ئي



شيخ حسينا تمام وڏن سياسي اڳواڻن جهڙوڪ: شير بنگال اي. ڪي. فضل الحق، حسين شهيد سهروردي ۽ مولانا ڀاشانيءَ سان ملندي رهندي هئي. نائين ڪلاس دوران 'علم شهريت' جي پرچي ۾ ڪيس ان ڪري فيل ڪيو ويو جو هن ايوب خان جي پاليسين جي تعريف نہ ڪئي. هن جي جوابي ڪاپيءَ تي استاد نوٽ هنيو تہ 'ڇوڪري وڏن اڳواڻن جون تقريرون گهٽيون ٻڌيون آهن، جڏهن تہ ڪورس جا ڪتاب گهٽ پڙهيا آهن'. هن مئٽرڪ جو امتحان 1966ع ۾ قمرالنساءِ هاءِ اسڪول مان پاس ڪيو. ان کان پوءِ ڪيس ايڊن گرلس ڪاليج ۾ داخل ڪرايو ويو. حسينا پنهنجي ڪاليج واري دور ۾ شاگردن جي سياسي جماعت جو بنياد رکيو جنهن جي پاڻ اڳواڻ بڻي. شيخ حسينا شاگردن ۾ گهڻي مقبوليت ماڻي، هن جي شخصيت ۽ ڪردار کان ڪيترين ئي ڇوڪرين متاثر هيون. شيخ حسينا 1968ع ۾ پي. ٽي. سي جو امتحان پاس ڪيو ان کان پوءِ هن بنگالي ادب ۾ (بي. اي آنرس) ڪرڻ لاءِ ڍاڪا يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي ۽ پنهنجي والد جي تربيت هيٺ رهي، جنهن کيس سيکاريو تہ سياست جو اصل مقصد قوم جي خدمت ڪرڻ آهي. شيخ حسينا ايوب خان جي آمريت خلاف 1962ع واري تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو اها تحريڪ حسين شهيد سهرورديءَ جي گرفتاريءَ خلاف هلائي وئي هئي.

18 نومبر تي حسينہ ۽ سندس مڙس ڍاڪا جيل ۾ شيخ مجيب سان ملاقات لاءِ ويا، جتي کيس نظربند رکيو ويو هو 1974ع ۾ جڏهن شيخ مجيب ماسڪو ويو تہ حسينا پيءُ جي واپسيءَ تائين پنهنجي گهر ۾ رهي. 1981ع ۾ شيخ حسينا عوامي ليگ جي صدر چونڊي وئي. 17 مئي 1981ع ۾ ڇهہ سال جلاوطنيءَ کانپوءِ حسينا شيخ جڏهن بنگلاديش پهتي تہ ڍاڪا جي هوائي اڏي تي بنگلاديش جي عوام سندس شاندار استقبال ڪيو هن ان ڏينهن تي 'ماڻڪ ميان ايونيو' ۾ لکين ماڻهن کي خطاب ڪيو. شيخ حسينا، قتل ۽ غارت جي سياست کي پسند نہ ڪيو هن عوام کي ئي اصل طاقت جو سرچشمو سمجهيو 31 مئي 1981ع تي 'سنڊي لنڊن ٽيليگراف' سندس باري ۾ لکيو تہ: هن جي اچڻ سان بنگلاديش اندر سياسي سرگرمين وڌو تحرڪ ورتو آهي. هن 1986ع ڌاري چونڊن حصو ورتي جمهوريت جي بحاليءَ واري تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو 1987ع ۾ شيخ حسينا مخالف ڌر جي اڳواڻ ٿي، جنهن ۾ کيس 104 ميمبرن جي حمايت حاصل هئي. هن مخالف ڌر جي اڳواڻ جي حيثيت سان پارلياماني مسئلن کي وڏي ذهانت سان اڪلايو 1996ع واري عام اليڪشن ۾ شيخ حسينا جي جماعت عوامي ليگ 147 سيٽون کٽيون. ملڪ جي 300 ٽڪن تان عوامي ليگ کي 16.15 ملين ووٽ مليا، شيخ حسينا اعلان ڪيو تہ هوءَ B.N.P ۽ J.A.P.A جي سياسي جماعتن سان گڏيل حڪومت ناهڻ لاءِ تيار آهي. جمهوريت جي بحاليءَ عيوض بنگلاديش جي عوام کيس 'جمهوريت جي ڌيءَ' جو خطاب ڏنو هيءَ بنيادي طور قومپرست خيالن جي آهي، هن مشڪل مرحلن ۾ بنگلاديش اندر جمهوريت کي بحال ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي.

23 جون 1996ع تي شيخ حسينا بنگلاديش جي وزيراعظم طور حلف کنيو ان بعد 2001ع ۾ اليڪشن دوران سندس مخالف ڌر ۽ بي. اين. پي جي اڳواڻ خالده ضيا چونڊون کٽي بنگلاديش جي وزير اعظم ٿي، جنهن دوران مسلسل اليڪشن نہ ٿيڻ ڪري بنگلاديش جي عوام ۾ بيزاري رهي.

2008ع ۾ حسينا واجد ٻيهر چونڊون کٽي بنگلاديش جي ٻيهر وزيراعظم ٿي آهي. هن جي حڪومت ۾ شيخ مجيب جي قاتلن کي ڦاهيءَ جي سزا آئي ۽ تازو سندس وزيراعظم هئڻ دوران سنڌ مان جي. ايم. سيد، شيخ اياز، قاضي فيض محمد ۽ ٻين کي سول اوارڊ ڏنو ويو آهي. هن جي وزيراعظم ٿيڻ سان عوام جي ڪوشش رنگ لاتو ۽ وڏي عرصي کانپوءِ بنگلاديش ۾ آمريت جي طويل دؤر جو خاتمو ٿيو ۽ جمهوريت جو سج اڀريو آهي.

**حسين بادشاهہ**: ليکڪ، مترجم ۽ محقق، حسين بادشاهہ جو پورو نالو محمد حسين بادشاهہ آهي. هن 29 آڪٽوبر 1967ع تي محمد موسيٰ سومري جي گهر جنم ورتو. جيڪو پڻ اديب ۽ ترجمي نگار هو. حسين بادشاهہ پرائمري تعليم ڪراچيءَ جي هڪ اسڪول مان حاصل ڪئي؛ مڊل تائين سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ ۽ مئٽرڪ نور محمد هاءِ اسڪول مان پڙهيو

انٽرميڊيئيٽ بہ حيدرآباد مان ڪرڻ بعد هن بي. اي ۽ ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) 1994ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪئي. ڪيس ننڍپڻ کان لکڻ پڙهڻ جو شوق رهيو. هن مختلف سنڌي اخبارن ۾ رپورٽر ۽ ڪمپيوٽر آپريٽر طور بہ ڪم ڪيو. روزاني جنگ جو رپورٽر بہ رهيو. سنڌي اخبارن ۾ ڪالم، مضمون ۽ فيچر بہ لکيائين. سندس ڇپيل ڪتابن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:



(1) 'حيدرآباد جي تاريخ' (ترجمو: 2003ع)، (2) 'ڏند ڪٿائون ۽ قصا' (2003ع)، (3) 'سنڌ جو سوشلسٽ صوفي: شاهہ عنايت شهيد' (سهيڙيل: 2004ع)، (4) 'راماڻ': راج گوپال (ترجمو: 2004ع)، (5) 'زلفي منهنجو دوست' (ترجمو: 2005ع)، (5) 'سنڌ ۾ جاگيرن جي تاريخ' (ترجمو: 2005ع)، (6) 'ميرا دوست زلفي' (2005ع)، (7) 'سنڌي واپاري' (ترجمو: 2005ع)، (8) 'سنڌ جا پير' (برطانوي دور: ترجمو)، (9) 'پاڪستان پينل ڪوڊ 1860' (ترجمو: 2006ع)، (10) 'سماجي معاهدو' (2006ع)، (11) 'سنڌ گزيٽيئر: اِي. ايڇ. ائٽيڪن (ترجمو: 2006ع)، (12) 'هٽلر جي آتم ڪهاڻي' (ترجمو)، (13) 'گوتم ٻڌ' (ترجمو)، (14) 'هير رانجهو' (ترجمو: 2007ع)، (15) 'سرچاءُ' (شهيد بينظير ڀٽو: ترجمو: 2008ع)، (16) 'منهنجي پياري ڌيءُ پنڪي' (ترجمو:2008ع)، (17) 'ڌرتيءَ ڌيءُ' (محترمہ بينظير شهيد جي آتم ڪهاڻي: ترجمو:2008ع)، (18) 'سنڌي واپارين جو بخارا کان پناما تائين واپار' (ترجمو).

**حسين باگن (ديهہ)**: تعلقي ساماري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جٽيو چاڙهو، وسڻ خان ڪپري ۽ اوطاق علي محمد پرگڙي.

**حسين بخش 'خادم'**: ناليوارو شاعر ۽ راڳي حسين بخش خادم سروري ولد پير بخش پنگر، ڳوٺ سليمان خان ڪٽياڻ، تعلقي سيوهڻ ضلعي دادوءَ ۾ 15 جنوري 1930ع تي ڄائو. هيءُ شروعات ۾ ڳوٺ آراضي، تعلقي سيوهڻ جي پير رئيس حبيب الله شاهہ جو خدمتگار هو. شاهہ صاحب هڪ پيري ڪنهن ڪم سانگي کيس مخدوم نوح جي درگاهہ جي گادي نشين مخدوم غلام محمد 'مغموم' ڏانهن موڪليو. جنهن کان پوءِ اتي ئي ترسي پيو ۽ مخدوم صاحب جي خدمت ۾ رهي فيض ورتائين. ان کان پوءِ مخدوم طالب المولىٰ جي گادي نشينيءَ واري وقت



۾ سندن ذاتي زمينن جي سار سنڀال لهندو هو ان دوران مخدوم طالب المولىٰ جي صحبت کيس رڱي ريٽو ڪيو ۽ اڳتي هلي مخدوم طالب المولىٰ جي حلقہ ارادت ۾ آيو ۽ سندس صحبت ۽ ڪچهريءَ جي اثر هيٺ بيت، غزل ۽ ڪافيون چيائين. شاعريءَ جي تربيت ۽ اصلاح بہ مخدوم طالب المولىٰ کان وٺندو هو. سندن ئي مشوري سان شاعريءَ ۾ 'خادم' تخلص اختيار ڪيائين. مخدوم صاحب جي صحبت ۾ رهندي ڳائڻ بہ شروع ڪيائين ۽ پنهنجي توڙي مخدوم طالب المولىٰ جي شاعري پاڻ ڪمپوز ڪري ڳايائين. سندس ڪلام ۽ ڌنون اڄ بہ نهايت مقبول آهن. جن جي پيروي نئين ٽهيءَ جا ڪيترا راڳي ڪندي نظر اچن ٿا.

مخدوم طالب المولىٰ جا ڪلام نهايت ترنم سان سازن تي ڳائيندو هو. سندس شمار سنڌ جي سٺن ڳائڻن ۾ ٿيندو هو سنڌ ثقافت کاتي جي تعاون سان دنيا جي ڪيترن ملڪن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري داد حاصل ڪيائين. ريڊيو ۽ ٽي. وي تي مقبول ٿيو. هيءُ 'بزم طالب المولىٰ' جو بہ سرگرم رڪن هو.

هيءُ 9 مارچ 1992ع تي وفات ڪري ويو. سندس مدفن اباڻي ڳوٺ ۾ آهي.

**حسين بخش رڏ**: سنڌ جو مشهور سگهڙ حسين بخش ولد هدايت علي رڏ، فيبروري 1960ع ۾ سونهاري تعلقي صالح پٽ، ضلعي سکر ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ هدايت علي پڻ پنهنجي وقت جو ناليوارو سگهڙ ٿي گذريو آهي. حسين بخش رڏ، پرائمري تعليم، ڳوٺ سونهاري مان حاصل ڪري، اباڻي ڌنڌي هاريپي سان وڃي لڳو. آگسٽ 1975ع ۾ ايريگيشن کاتي ۾ نارا ڪئنال تي آپريٽر مقرر ٿيو. آگسٽ 1981ع ۾ نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي، پيءُ سان گڏجي حڪمت جو ڪم شروع ڪيائين. 1983ع ۾ هاءِ اسڪول عنايت حسين شاهہ، نارا گيٽ ۾ چوڪيدار مقرر ٿيو. جنهن کان پوءِ کيس ٻيهر پڙهڻ جو شوق جاڳيو. 1985ع ۾ انٽر ڪري 1987ع ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو. حسين بخش رڏ جو ننڍپڻ کان وٺي لوڪ ادب سان واسطو رهيو. پنهنجي والد سان گڏ ڪچهرين ۾ وڃي شامل ٿيندو هو. اهڙيءَ ريت لوڪ ادب ڏانهن لاڙو وڌيس. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪچهرين کان سواءِ ريڊيو ۽ ٽي. وي تي پڻ پنهنجي لوڪ شاعري پيش ڪري چڪو آهي. لوڪ ادب ۾ ڪافي مهارت حاصل آهي. حسين بخش رڏ جي لوڪ شاعريءَ جو هڪ ڪتاب 'حرف هيرن جهڙا' (2003ع) ۾ شايع ٿي چڪو آهي، جنهن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، محمد ابراهيم جويو، سيد صالح محمد شاهہ جهڙن نامور اديبن جا تاثرات شامل آهن. جڏهن تہ پنهنجي پيءُ جي شاعريءَ کي سهيڙي 'سونهاري جي سونهن' نالي سان 1993ع ۾ شايع ڪرايائين. ان کان سواءِ ڪتاب 'ريگستاني رهاڻيون' پڻ ترتيب ڏئي شايع ٿيل آهي. کيس 1996ع ۾ بهترين سگهڙ طور، سچل سرمست جي عرس جي موقعي تي 'سچل سرمست' اوارڊ، ان وقت جي سنڌ جي گورنر محمود اي. هارون ڏنو.



**حُسين بخش عرف حَسٽي خان**: استاد حُسين بخش عرف حَسٽي خان جو جنم 1838ع ۾ جيسلمير ۾ ٿيو هي استاد هوٽي خان نگارچيءَ جو فرزند هو. هن جي اُستاديءَ جو سلسلو بمبئي پينڊي بازار وارن فنڪارن سان هو. سندس تعليم جي سرپرستي اُستاد خير محمد خان نگارچيءَ ڪئي. شروعاتي موسيقيءَ جي تعليم حاصل ڪرڻ کانپوءِ اُستاد حسين بخش، موسيقيءَ جي وڌيڪ سکيا وٺڻ لاءِ بمبئيءَ ويو. جتي پنهنجي فن کي ميجرائي، سنڌي

موسيقيءَ جو مان مٿانهون ڪيائين. استاد حسين بخش، خانصاحب بڙي غلام علي خان، بابا امير خان، بابا عاشق علي خان، جيوڻي بائي، اُستاد خيرمحمد ۽ خاص ڪري عبدالڪريم خان ڪراني وارن سان سنگت ڪئي، اُهو دؤر سندس جوانيءَ جو دؤر هو. سندس شاگردن مان، موسيقار امداد حُسين، ماسٽر فيروز گل، استاد غفور خان ۽ ٻيا ڪيترا مشهور ٿي گذريا آهن.

**حُسين بخش عرف مُڪنو خان** (ڪماچ نواز): اُستاد حسين بخش خان عرف مُڪنو خان 1922ع ۾ هندستان جي رياست جيسلمير ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو اُستاد محڪم الدين هو، جيڪو پنهنجي دؤر جو ڪوي راڄ هو. حُسين بخش عرف مُڪني خان جو اُستاد، خانصاحب حاجي خير محمد هو، جنهن سان گڏ هو ريڊيو حيدرآباد تي پروگرام به ڪندو هو. هي سنوهارمونيم نواز به هو. جنهنڪري پنهنجي دؤر جي مشهور گائيڪن ۽ گائيڪائن سان سنگت ڪيائين، جن ۾ جيوڻي بائي، ڪنور ڀڳت، چندر ڀڳت، مائي بچان پٺاڻ ۽ ڪي ٻيا مشهور فنڪار هئا. اُستاد حُسين بخش ڪماچ تي وڏي مهارت رکندڙ هو. زبيده خانم جي ڳايل، مشهور سنڌي فيچر فلم 'پرديسي' جي مقبول ڪلام 'سُک جا سانگيڙا' ۾ ڪماچ استاد حسين بخش جو وڄايل آهي. جنهن جا موسيقار ٻه نالي وارا پائر غلام نبي ۽ عبداللطيف هئا. اُن کان سواءِ هن اردو فيچر فلم 'عورت' ۽ 'زمانه' جي گانن ۾ زبيده خانم ۽ آئڙه (عائشه) پروين سان گڏ ڪماچ وڄايو. اُستاد حُسين بخش جا ٻه فرزند به موسيقيءَ جي فن سان لاڳاپيل رهيا آهن، جن ۾ هڪ اُستاد فيروز علي ۽ ٻيو منظور علي طبلي نواز آهي. استاد حسين بخش خان جي وفات 1978ع ڌاري حيدرآباد ۾ ٿي.

**حسين بخش ناريجو**: مشهور سياسي اڳواڻ حسين بخش ولد امير بخش ناريجي 20 ڊسمبر 1949ع تي ڳوٺ امير بخش ناريجي لڳ نئين ديري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. 1972ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان بين الاقوامي تعلقات ۾ ايم. اي ڪيائين. هيءُ ڪاليج توڙي يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ دوران متحرڪ شاگرد اڳواڻ طور لاڙڪاڻي اسٽوڊنٽس آرگنائيزيشن ۽ سنڌ آزاد ماروئڙا اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ ڪم ڪندو رهيو. ون يونٽ يونٽ خلاف تحريڪ ۾ حصو ورتائين. 9 آڪٽوبر 1973ع تي ذوالفقار علي ڀٽي کيس پاڪستان نيشنل سينٽر ۾ اسسٽنٽ ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو. 5 جولاءِ 1977ع تي ملڪ ۾ مارشل لا لڳڻ بعد ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت ختم ٿيڻ تي هن نوڪريءَ تان استعيفا ڏئي ڇڏي. عوامي تحريڪ ۾ سرگرم ٿيو. 1979ع ۾ 'هاري ڪانفرنس' ۾ مارشل لا خلاف تقرير ڪرڻ جي ڏوهه ۾ گرفتار ٿيو. کيس 12 مهينا ٽيپ ۽ ڏهن ڪوڙن جي سزا ڏني وئي. 1980ع ۾ آزاد ٿيڻ بعد شهيد فاضل راهوءَ سان سنڌ ۾ عوامي تحريڪ جي تنظيم سازيءَ لاءِ دورا ڪيائين. 1981ع ۾ ايم. آر. ڊي تحريڪ ۾ فاضل راهوءَ جي گرفتاريءَ بعد هيءُ عوامي تحريڪ جو قائم مقام صدر ٿيو. 1986ع ۾ ايم. آر. ڊي جو ڪنوينر مقرر ٿيو. هن ڪالاباغ ڊئم جي ڀرپور مخالفت ڪئي. فاضل راهوءَ جي شهادت بعد 20 جنوري 1987ع تي جلوس جي قيادت ڪرڻ سبب کيس گرفتار ڪري حاڪم علي زرداري ۽ خان افضل خان سان گڏ ڀريڊي ٿاڻي تي قيد ۾ رکيو ويو. کيس ٽيون دفعو قتل جي هڪ ڪوڙي ڪيس ۾ 10 نومبر 1998ع تي گرفتار ڪري ڇهه مهينا خيرپور جيل ۾ رکيو ويو نشترپارڪ ۾ جي. ايم. سيد جي سالگرهه ۾ شرڪت سبب مٿس بغاوت جو ڪيس داخل ٿيو ۽ گرفتار ٿيو. هيءُ 1980ع کان 1981ع تائين عوامي تحريڪ لاڙڪاڻي جو صدر، 1981ع کان مرڪزي سينيئر نائب صدر، 1983ع ۾ مرڪزي قائم مقام صدر، 1986ع ۾ عوامي نيشنل پارٽي سنڌ جو جنرل سيڪريٽري ۽ ساڳئي سال مرڪزي اطلاعات سيڪريٽري، 1987ع ۾ مرڪزي سينيئر نائب صدر به رهيو. 1986ع ۾ ترقي پسند ملڪن جي تنظيم جو جنرل سيڪريٽري مقرر ٿيو. 1990ع کان عوامي تحريڪ (راهو) گروپ سنڌ جو جنرل سيڪريٽري ٿيو. جنهن دوران شهيد فاضل راهوءَ جي پٽ اسماعيل راهوءَ پاران 1991ع ۾ ڄام صادق علي جي حڪومت ۾ وزارت وٺڻ واري عمل جي مخالفت ڪندي استعيفا ڏنائين. 1994ع ۾ پيپلزپارٽيءَ ۾ شامل ٿيو ۽ 1995ع ۾ کيس سنڌ حڪومت ۾ گهرو وزارت جو صلاحڪار مقرر ڪيو ويو. 21 سيپٽمبر 1996ع تي مير مرتضيٰ جي شهادت بعد پ. پ (شهيد ڀٽو) ۾ شامل ٿيو. ڪجهه عرصي بعد 5 آگسٽ 1998ع تي وفاق جي سياست کان هميشه لاءِ ڪناره ڪش ٿي، سنڌ قومي انقلابي پارٽيءَ جو بنياد رکيائين. اخبارن ۾ مضمون به لکيائين. 2002ع ۾ کيس ناليواري شاعر مرحوم مننار سولنگيءَ سميت ڌاڙيلن اغوا ڪيو. سندس وني زرينا پڻ مشهور اردو، سنڌي ڪالم نگار ۽ اديبا آهي.



**حسين بخش وڳڻ**: سماجي خدمتگار حسين بخش وڳڻ 1942ع ڌاري جيڪب آباد ۾ جنم ورتو هي ٽي درجا سنڌي پڙهيو هن 1 جنوري 1990ع تي الشهباز ويلفيئر ايسوسيئيشن جيڪب آباد نالي هڪ تنظيم قائم ڪري سماجي ڪم شروع ڪيائين. ان اداري طرفان جيڪب آباد ۾ ٻه ايمبولينس هلايون وڃن ٿيون. حسين بخش وڳڻ کي سماجي خدمتن عيوض پاڪستان ويلفيئر ايسوسيئيشن 1994ع ۾ گولڊ ميڊل، سنڌي ادبي سنگت طرفان 1992ع ۾ اوارڊ ۽ آمريڪا جي بايوگرافيڪل سوسائٽيءَ طرفان کيس 1999ع ۾ هڪ سند مليل آهي. هيءُ جيڪب آباد ۾ رهائش پذير آهي.

**حسين بن دلدار علي، علامه**: برصغير جو نامور ديني عالم ۽ مجتهد علامه سيد حسين بن دلدار علي، 14 ربيع الآخر 1211هه/ 17 آڪٽوبر 1796ع تي هندستان ۾ پيدا ٿيو ابتدائي تعليم پنهنجي والد علامه سيد دلدار علي ۽ وڏن ڀائرن مير محمد ۽ سيد محمد مهديءَ کان حاصل ڪيائين. علامه سيد حسين، هند ۽ سنڌ ۾ اعليٰ پايي جي عالم طور مشهور ٿيو. سندس ڪتاب مدرسن ۾ لازمي مضمون طور پڙهايا وڃن ٿا. هن سترهن سالن جي عمر ۾ ٻه ڪتاب 'رسالہ تجزي في الاجتهاد' ۽ 'رسالہ حڪم ظن در رڪعتين اولين' لکيا، جن کي ڏسڻ بعد سندس پيءُ کيس اجتهاد جي اجازت ڏني.

علامه سيد حسين، تعليم ۽ تدريس، تصنيف ۽ تاليف ۽ اخلاق ۽ ذهانت سبب ڪافي مشهور هو. والد جي وفات کان پوءِ ماڻهو ڏانهنس رجوع ٿيا. اوڌ، لکنوءَ، رامپور ۽ سنڌ جي ٽالپرن جي ساڻس گهڻي عقيدت هئي. اوڌ جي

بادشاهه کيس خطاب ۽ هڪ مُهر ڏني هئي، جنهن تي هيءَ عبارت اُڪريل هئي:

"حاوي علوم دين، حامي سادات ومومنين، حافظ احکام الله، مجتهدالعصر سيد العلماءَ".

اوڌ جي بادشاهه واجد علي شاهه سيد حسين جي مشوري تي هڪ عاليشان ديني مدرسو تعمير ڪرايو ننڍي ڪنڌ جا اڪثر جيّد عالم سيد حسين جو احترام ڪندا هئا. سيد حسين 17 رمضان 1273هه مطابق 11 مئي 1857ع تي وفات ڪئي. ڪيس ٽي پٽ هئا، جن مان علامه سيد محمد تقي وڏي شهرت ۽ عظمت حاصل ڪئي. حسين بن دلدار جون پنجاهه تصنيفون مشهور آهن، جن مان 20 ڪتاب ديني مدرسن ۾ لازمي مضمون طور پڙهايا وڃن ٿا. سندن سموريون تصنيفون عربي ۽ فارسيءَ ۾ آهن. علامه صاحب جو هڪ ناياب فارسي ڪتاب 'حديقة سلطانيه' به گهڻو مشهور آهي.

**حسين بن منصور حلاج:** حسين بن منصور حلاج، وحدت الوجودي فلسفي/ تصوف جي دنيا جو تمام وڏو عالم ۽ بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس پيدائش 858ع ۾ البيضا (فارس) جي اتر اوڀر ۾ واقع هڪ ڳوٺ 'الطور' ۾ ٿي. سندس مڪمل نالو ابوالمغيث حسين بن منصور حلاج هو سندس والد منصور ڏنڌي جي لحاظ سان ڪپهه تاڻڻ وارو هو ان ڪري 'حلاج' سڏبو هو. ننڍڙي حسين، عمر جو شروع وارو حصو عراق جي شهر واسط ۾ گذاريو بعد ۾ اهواز جي هڪ ماڳ تستر ۾ سهل بن عبدالله ۽ پوءِ بصري ۾ عمرو مڪيءَ جي



صحبت ۾ تصوف جي رنگ ۾ رڱجي ويو. 877ع ۾ بغداد آيو ۽ حضرت جنيد بغداديءَ جي شاگردي اختيار ڪيائين. سندس نالو ته حسين هو پر سندس شهرت 'حسين بن منصور حلاج' توڙي 'منصور حلاج' جي نالن سان ٿي. حسين بن منصور عمر جو گهڻو حصو سير ۽ سياحت ۾ بسر ڪيو ٽي پيرا مڪي ويو اتحاد ذات الاهي يا هم اوست جو قائل هو ۽ 'انا الحق' (آءٌ حق آهيان) جو نعرو عام هڻندو هو سن 909ع ۾ ابن داؤد الاصفهانيءَ جي فتوا جي بنياد تي ڪيس پهريون ڀيرو گرفتار ڪيو ويو. 913ع ۾ ٻيو ڀيرو گرفتار ٿيو ۽ لاڳيتو اٺ سال قيد ۾ رهيو. انهن سالن ڪانپوءِ 921ع ۾ هن بابت مقدمي جو فيصلو ٿيو ۽ ڪيس 18 ذي القعد 309هه/ 929ع تي خليفي مقتدر باالله عباسيءَ جي دؤر ۾ ڦاسي ڏني وئي. عالمن جو هڪ گروهه ڪيس ڪافر ۽ زنديق سڏيندو هو جڏهن ته ٻين عالمن جي گروهه ڪيس شهيد صوفي ۽ ولي سڏيو.

حسين بن منصور تصوف ۾ پنهنجن خاص عقيدن ۽ نظرين جي پرچار لاءِ ڪتاب ۽ رسالا به لکيا، جن جو تعداد پنجاهه چيو وڃي ٿو انهن مان ڪي ڪتاب تمام گهڻو مشهور ٿيا. جهڙوڪ: 'ڪتاب الاصول والفروع'، 'ڪتاب علم البقا والفناء' اچي وڃن ٿا. حلاج جي عقيدي جا ٽي جزا چيا وڃن ٿا: ذات بشريءَ ۾ ذات الاهيءَ جو حاصل ڪرڻ، حضرت محمدﷺ جن جو نقشِ قدم ۽ مذهبن جي وحدت.



حسين بن منصور جي ڦاهي چڙهڻ جو خيالي عڪس

حسين بن منصور حلاج جو اثر ايراني علم ۽ ادب ذريعي سڄي دنيا سان گڏ سنڌو ماٿريءَ ۾ به پهتو روايتن موجب حسين بن منصور حلاج خود سنڌ ۽ ملتان ۾ آيو هو. ان وقت هنهي پرڳڻن تي قرامطين جو راڄ هو پر سنڌ ۾ پهريون ڀيرو منصوري آواز قلندر شهباز (وفات: 673هه) ذريعي پهتو هن پنهنجي فارسي شعر ۾ اهڙو اظهار به ڪيو آهي. ننڍي کنڊ جي تاريخ ۾ قادري ۽ سهروردي بزرگن جو صوفياڻي زندگيءَ ۾ اهم ڪردار رهيو آهي. سندن سماع جي محفلن ۾ منصوري داستان کي بيان ڪيو ويندو آهي. روايتن موجب مخدوم جهانيان جهان گشت (وفات: 1384ع) جي مجلسن ۽ محفلن ۾ به خواجه منصور جي ذڪر کي خاص اهميت حاصل هئي.

سنڌ جي ارغوني فتح (1520ع) کان پوءِ، وڏي پيماني تي مرڪزي ايشيا ۽ ايران مان عالم، اديب ۽ شاعر سرزمين سنڌ ۾ پهتا. ڪي مستقل طرح سنڌ ۾ رهيا ۽ ڪي وري ڪجهه دير هتي رهي پوءِ هندستان هليا ويا. ايراني علم ۽ ادب جي پهچڻ سان عطار، رومي، سعدي ۽ فردوسيءَ جا ڪتاب به سنڌ ۾ پهتا. ان طرح حسين به منصور حلاج جو ذڪر به تازه دم ٿي هن خطي ۾ وارد ٿيو. شاهه جهانگير هاشمي (وفات: 1539ع) به ٻاهران آيل اديبن ۾ شامل هو هن جي فارسي مثنوي مظهر الآثار ۾ منصوري اثر نمايان ڏسجي ٿو هيءَ مثنوي سنڌ جي مشهور تاريخدان پير حسام الدين راشديءَ جي سعيي سان، سنڌي ادبي بورڊ 1957ع ۾ ڪتابي صورت ۾ ڇپرائي پڌري ڪئي هئي.

سرمد شهيد به مغل دؤر ۾ ٺٽي ۾ آيو هو ۽ هڪ هندو ڇوڪري ابيچند جي عشق ۾ مگن ٿي چيائين:

"تمي دانم ابي چندست يا غير"

اهي منصوري اثر هئا، جو هن وقت جي عالم ميرڪ عبدالوهاب جي خلاف شعر چيو جڏهن ٺٽو ڇڏي دهليءَ پهتو ته پاڻس اورنگزيب کيس 1658ع ۾ درٻاري ملن کان فتوائون ڏياري شهيد ڪرائي ڇڏيو. شهزادو دارا شڪوه، ميان مير سنڌيءَ جو مريد (وفات: 1635ع) ۽ شاهجهان جو پٽ هو دارا شڪوه تصوف جو وڏو عالم هو هن پنهنجي ڪتاب 'سفينة الاولياء' ۾ منصور حلاج جو خاص ذڪر ڪيو آهي. مغل دؤر ۾ سنڌي صوفي سنڌ کي ڇڏي برهانپور

پهتو. جن جي محفلن ۾ به منصوري ذڪر ٿيندو هو.

ڊاڪٽر اينمري شمل ’پرلس فرام دي انڊس‘ ڪتاب ۾، سنڌي شاعريءَ ۽ سماج تي حسين بن منصور حلاج جي اثرن بابت هڪ خاص مقالو شامل ڪيو آهي. صوفي شاهه عنايت (شهادت: 1718ع) تي به حسين بن منصور حلاج جو وڏو اثر هو. شاهه لطيف تي (وفات: 1751ع) تي به منصوري اثر هئا. جن جو اظهار هن سُر يمن ڪلياڻ ۽ سُر سهڻيءَ جي ڪيترن بيتن ۾ ڪيو آهي. خواجه محمد زمان (وفات: 1774ع) تي به منصوري اثر هو. جيتوڻيڪ پاڻ نقشبندي سلسلي جو صوفي هو پر پوءِ به حسين بن منصور حلاج بابت گهري دلچسپي رکندو هو. ڊاڪٽر گربخشاڻي ’لنواريءَ جا لال‘




حسين بن منصور حلاج جي مزار (ذريعو: انٽرنيٽ)

ڪتاب ۾ لکيو آهي ته هڪ پيري خواجه محمد زمان چيو ته منصور اسان جي دؤر ۾ هجي ها ته هن کي سوليءَ تي چڙهڻ جي نوبت نه اچي ها. ساڳيءَ ريت فقير عبدالرحيم گرهوڙي (وفات: 1778ع) به پنهنجي مرشد خواجه محمد زمان وانگر، حلاج جي ذڪر کان غافل نه هو. ميرجان الله شاهه رضوي (وفات: 1754ع)، ڪلهوڙا دؤر جو نامور فارسي گو شاعر ٿي گذريو. هن جو ديوان به ڇپجي چڪو آهي، ان ۾ به ڏسجي ٿو ته مٿس منصوري رنگ موجود هو. ليڪن جنهن سنڌي شاعر چوٽ تي چڙهي منصوري نعرو هنيو ۽ حلاجي فڪر جو پرچار ڪيو. اهو سچل سرمست هو (وفات: 1827ع). سچل جي شعر ۾ فڪر تي منصوري اثر حد کان وڌيڪ آهي. بيدل فقير (وفات: 1872ع) پڻ منصوري پرچار کان گهڻو متاثر هو.

جديد دؤر جي شاعرن ۾ شيخ اياز، تنوير عباسي، نياز همايوني، استاد بخاري ۽ ٻين پڻ منصور حلاج جو خوب اثر قبول ڪيو. سائين جي. ايم. سيد جي تصوف ۽ مذهب بابت لکيل ڪتابن ۾ منصوري مام موجود آهي. منصور حلاج هر دور ۾ سنڌي سماج ۽ علم ادب تي پنهنجا نقش قائم رکندو اچي.

**حسين ٻيلي**[1] (ديهه): تعلقي پني عاقل جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حسين ٻيلي (ڪچي ايراضي)، محمد ايوب مهر، گلزار محمد ۽ سچل مهر.

**حسين ٻيلي**[2] (ديهه): ضلعي گهوٽڪي جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حسين ٻيليءَ، محمد خان پناهڻ، الهڏنو گهوٽو، ڪوڪر، لالو والي، دريا خان مگسي، بادل مگسي، امير بخش گهوٽو، باغ علي، گهوٽو ۽ موريو گهوٽو.

**حسين ٻيلي** (ڳوٺ): هيءُ ڳوٺ گهوٽڪي شهر کان 6 ڪلوميٽر اولهه طرف آهي. ڪنهن زماني ۾ بادشاهي سڙڪ هن ڳوٺ وٽان گذرندي هئي. انهيءَ ڪري هن ڳوٺ کي تاريخي حيثيت حاصل آهي. هيءُ ڳوٺ حسين خان گهوٽي جي نالي تي ٻڌل آهي. جيڪو گهوٽا برادريءَ جي سردار گهراڻي مان هو جنهن جي نالي تي هيءُ ڳوٺ اڄ به آباد آهي. هن ڳوٺ ۾ ڪيترائي عالم فاضل صوفي شاعر ٿي گذريا آهن، جن ۾ صوفي محمد فقير گهوٽو، ستار بخش خان گهوٽو مولانا ولي محمد چارڻ، مولانا خير محمد چارڻ قابل ذڪر آهن. صوفي محمد فقير هڪ بهترين شاعر هيو جنهن سنڌي، اردو، سرائيڪي، هنديءَ ۾ شاعري ڪئي آهي. انهيءَ شاعريءَ جي مجموعي کي ’منظوم محمدي‘ ۽ ’عهدالست‘ جي نالي ياد ڪيو وڃي ٿو. اهي ٻئي مجموعا ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل درگاهه حسين ٻيلي ۾ موجود آهن. ماضيءَ ۾ هن ڳوٺ ۾ هڪ ديني مدرسو به هو جيڪو مولانا خير محمد ۽ مولانا ولي چارڻ جي سرپرستيءَ ۾ هلندو هو. فارسيءَ جو عالم مولانا نور محمد عادلپوري ۽ علامه محمد اسماعيل پٽي جهڙا عالم هن درسگاهه مان علم حاصل ڪري چڪا آهن. هاڻي هتي مدرسو ته قائم نه رهيو آهي، پر مولانا خير محمد جي اولاد مان استاد حڪيم محمد يونس مدرسي واري مسجد کي آباد رکيو اچي.

هن ڳوٺ ۾ هڪ قديمي قبرستان به آهي. جنهن ۾ وڏا وڏا عالم مدفون آهن. جن ۾ مولانا ولي محمد چارڻ، مولانا خير محمد چارڻ، مولانا حافظ محمد يونس گهوٽو، شيخ الحديث مولانا عبدالحئي گهوٽو قابل ذڪر آهن.

**حسين پاتو** (ديهه): تعلقي فيض گنج جي هڪ ديهه ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪريم ڏنو ٻانيڻ، ولي ڏنو لاشاري، رانجهو پاتو، نيڪ محمد لاشاري، مير حسن لاشاري، عبدالرحيم لاشاري، شير محمد لاشاري، جلال خاصخيلي، حسين پاتو، زاهد آباد لاشاري ۽ نظير پاتو.

**حسين جوڻيجو** (ديهه): تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ’سومر خان ڪالرو‘ ۽ ’پيرل بروهي‘ نالي ڳوٺ آباد آهن.

**حسين حجام** (ديهه): تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

جاڙو حجام /جاڙو منگي، موريو ڏڪڻ، ڪوري ۽ منگي، حسن فقير منگي، ڏڪڻ ۽ ڪوڪرن جي واند.

**حسين حقاني**: نامور صحافي ۽ اڳوڻو سفير حسين حقاني، پهرين آڪٽوبر 1956ع تي ڪراچيءَ جي مليرواري علائقي ۾ ڄائو هن تعليم به ڪراچيءَ مان ئي حاصل ڪئي. ڪيس اسڪول واري زماني کان ئي سياست سان دلچسپي هئي. 1972ع ۾ جڏهن هو گورنمينٽ نئشنل



ڪاليج ڪراچيءَ ۾ تعليم هيٺ هو ته هن اسلامي جمعيت طلباء جي چونڊن ۾ حصو ورتو ۽ جمعيت جو صدر بڻجي ويو. 1977ع ۾ هن ڪراچي يونيورسٽيءَ مان بي. اي ۽ بين الاقوامي تعلقات ۾ ايم. اي ڪيائين. ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ شاگرد يونين جو صدر به رهيو. اخبار ’فار ايسٽرن اڪانامڪ رويو‘ ۽ رسالي ’عربيه‘ جي خاص نمائندي جي

حيثيت سان 1980ع کان 1984ع تائين هانگ ڪانگ ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. ڪجهه عرصي بعد ڪراچيءَ ۾ اچي ساڳي حيثيت ۾ ڪم ڪيائين. سياسي ميدان ۾ حسين حقانيءَ جو نالو 1988ع ۾ نواز شريف جي قيادت ۾ ٺهندڙ 'اسلامي جمهوري اتحاد' جي چونڊ مهم جي ڪردار طور سامهون آيو هو.

هن وزير اعليٰ پنجاب نواز شريف جي خاص معاون طور 1988ع کان 1990ع تائين ذميواري نڀائي ۽ 1990ع ۾ هو پهرئين وزير اعظم غلام مصطفيٰ جتوئيءَ ۽ پوءِ وزير اعظم بڻجندڙ نوازشريف جو خاص معاون (Press Advisor) بڻيو. 1992ع کان 1993ع تائين سريلنڪا ۾ پاڪستان جو سفير رهيو. 1993ع ۾ حسين حقاني هڪ ڀيرو وري هڪ چونڊ مهم هلائڻ ۾ حصو ورتو. هن ڀيري اها مهم نواز شريف جي مخالف ۽ (شهيد) بينظير جي قيادت ۾ ٺهندڙ سياسي اتحاد P.D.F (پي. ڊي. ايف) هئي. چونڊن ۾ (شهيد) بينظير ڀٽو جي ڪاميابيءَ ڪانپوءِ 1993ع کان 1995ع تائين حڪومت جو ترجمان رهيو. انهيءَ دوران کيس مملڪتي وزير جو درجو حاصل هو. جون 1995ع ۾ کيس هائوس بلڊنگ فنانس ڪارپوريشن جو چيئرمئن بنايو ويو هو. تقريباً هڪ سال تائين اُن عهدي تي فائز رهيو. نومبر 1996ع ۾ جڏهن صدر فاروق لغاريءَ بينظير ڀٽو جي حڪومت ختم ڪئي ته هن به پنهنجي عهدي تان استعيفا ڏئي ڇڏي.

1998ع ۾ نواز شريف جو ٻئي حڪومتي دور ۾ هڪ ڀيرو حسين حقاني وري سنڌس ساٿي نظر آيو ۽ مئي 1998ع ۾ پاڪستان پاران ائٽمي ڌماڪن جي تجربي ڪانپوءِ حسين حقاني آمريڪي پابندين تي آمريڪي اختيارين سان وزير اعظم جي نمائندگي ڪندي ڳالهيون ڪيون. 2000ع ۾ سنڌس شادي فرح ناز اصفهانيءَ سان ٿي، جيڪا آمريڪا ۾ پاڪستان جي پهرئين سفير مرزا ابو الحسن اصفهانيءَ جي پوٽي آهي. هو 2002ع ۾ آمريڪا منتقل ٿي ويو ۽ واشنگٽن ڊي. سي جي جان هاپڪن يونيورسٽيءَ ۾ 2003ع کان 2004ع تائين ليڪچر طور ۽ 2004ع ۾ آمريڪا جي بوسٽن يونيورسٽيءَ سان ائسوسيئيٽ پروفيسر طور واڳيل رهيو. ان کان سواءِ يونيورسٽيءَ جي پراجيڪٽ جو شريڪ چيئرمئن به رهيو. مشرف دور جي خاتمي ۽ 2008ع جي عام چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ڪاميابيءَ ۽ حڪومت سازيءَ کان پوءِ کيس آمريڪا ۾ پاڪستان جو سفير مقرر ڪيو ويو. ٽن سالن بعد نومبر 2011ع ۾ آمريڪي فوج کي لکيل سنڌس هڪ مبينا خط جي اسڪينڊل ظاهر ٿيڻ کان پوءِ ڪائنس استعيفا ورتي وئي ۽ سنڌس جاءِ تي شيري رحمان کي سفير مقرر ڪيو ويو. حسين حقاني ڪيترن ڪتابن جو مصنف به آهي ۽ هن ملڪي ۽ بين الاقوامي لاڳاپن ۽ سياسي لاهن چاڙهن تي مختلف ملڪي ۽ عالمي اخبارن ۽ رسالن ۾ مضمون به لکيا آهن.

**حسين خان نوڙهو:** حسين خان نوڙهو ٽالپر حاڪمن جو هڪ خاص درباري هو. حيدرآباد شهر ۾ فقير جي پڙ ۾ سنڌس اوطاق هئي. ان اوطاق جي ڪري نوڙهي چاڙهي قائم آهي. حسين خان اصل حيدرآباد جو رهاڪو هو. سنڌس نالي تي ڳوٺ حسين خان نوڙهو قائم آهي. هتي مسجد اسڪول به آهي.

- هن نالي سان حيدرآباد تعلقي ۾ هڪ ديهه به موجود آهي، جنهن ۾ ننگر وساڻ، امير علي ٻوڙاڻو ۽ حسين خان نوڙهو ڳوٺ شامل آهن.

**حسين ساريو:** ناليوارو اداڪار عبدالحسين ساريو ولد عبدالغفور ڳوٺ گند، باڊهه تعلقي لاڙڪاڻي ۾ ڄائو. بي. اي تائين تعليم حاصل ڪيائين.



1985ع کان مئٽرڪ جي تعليم دوران اسٽيج ڊرامي 'منزل' ۾ اداڪاري ڪرڻ سان فني دنيا ۾ داخل ٿيو. هڪ عرصي تائين شهر ۾ ٿيندڙ اسٽيج ڊرامن ۾ حصو وٺندو رهيو ۽ اسٽيج اداڪار طور وڏي مڃتا ماڻيائين. 250 کان وڌيڪ اسٽيج ۽ ٽي. وي ڊرامن ۾ اداڪاري ڪيائين. 25 اسٽيج ڊراما لکيائين. ڪي. ٽي. اين تان سنڌس پهريون ڊرامو 'انتظار گاهه' نشر ٿيو جنهن جو ليکڪ ايوب گاد هو.

ڪي. ٽي. اين جي سيريل 'پٿر دنيا' کيس شهرت جي بلندين تي پهچايو. هن ان ڊرامي ۾ 'رستم خان' جو ڪردار ڪيو. عبدالحسين ساريي جو ڪي. ٽي. اين تان پيش ٿيندڙ آخري ڊرامو 'نازو' هو. عبدالحسين ساريو فڪري طرح سائين جي. ايم. سيد کان متاثر هو. سيد جي سالگرهه ۽ ورسيءَ وارين تقريبن ۾ اڪثر شامل ٿيندو هو. آخري وقت ۾ ڪينسر جي بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي ويو. سنڌس سهائتا لاءِ ساڃاهه وندن تمام ڪوششون ورتيون ۽ سينگاپور مان ڪينسر جو علاج ڪرائڻ به ويو. پر مڪمل صحتياب نه ٿي سگهيو. ڪجهه ڏينهن ڪراچيءَ جي هڪ اسپتال ۾ علاج سانگي داخل رهيو ۽ نيٺ 8 اپريل 2011ع تي وفات ڪيائين. کيس ڳوٺ گند، باڊهه، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ دفن ڪيو ويو.

**حسين سنڌي، سيوستاني:** حسين سنڌي، سيوستاني وڏو حڪيم ۽ عالم هو. 'تذڪره مشاهير سنڌ' (جلد ٽيون، ص 252-253) ۾ مولانا دين محمد وفائيءَ لکيو آهي ته: "حڪيم ۽ محدث شيخ حسين بن شيخ الاسلام محمد مراد انصاري سيوستاني پنهنجي والد بزرگ سان گڏ هجرت ڪري عرب ڏي وڃي آباد ٿيو. هن ابتدائي تعليم سيوهڻ ۾ ورتي. پنهنجي پيءُ کان به گهڻو علم پرايائين. هن مديني منوره ۽ يمن جي محدثن ۽ عالمن کان سندون به حاصل ڪيون. هي وڏو حڪيم ۽ فاضل طبيب هو. ڪتاب 'اليانع الجيني' ۾ شيخ محمد حسين ڪردي لکي ٿو ته: "شيخ حڪيم محمد حسين يمن جي شهر حديده ۾ تيرهين صدي هجريءَ ڌاري وفات ڪئي.

**حسين شاهه[1]** (ديهه): تعلقي روهڙيءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪوبه ڳوٺ شامل نه آهي.

**حسين شاهه[2]** (ديهه): تعلقي فيض گنج جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي شاهه، علي بخش مري، جڙيو خاصخيلي، بهادرمري، محمد ابراهيم راڄپر، سيد شمس الدين شاهه ۽ ٻيڙو ڍڪڻ.

**حسين شاهه جو مقبرو:** هيءُ مقبرو ڪلهوڙن جي صاحبي واري زماني جو يادگار آهي. مقبرو ڳوٺ حسين شاهه ديهه ۽ تعلقي دولتپور ضلعي شهيد بينظيرآباد ۾ 26°30′55″ اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ 67°57′42″ اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي موجود آهي. مقبري جي اڏاوت ۾ پڪيون سرون گل گارو، گچ گارو استعمال ٿيل آهي. مقبري جي ڊيگهه 7.85 ميٽر ۽ ويڪر 7.70 ميٽر ۽ اوچائي

10.50 ميٽر آهي. لنگهه وارو دروازو اوڀر طرف اٿس. جنهن تي اڪر جو ڪم ٿيل آهي. مهاڙيءَ واري پاسي اندرئين طرف ونگن وارا چورس پانيل ٺهيل



آهن. مقبري جا چارئي پاسا پانيلن ۽ طاقن سان سجايل آهن. هن جي ٻيڙ ٻني تي ڪيترائي ڪنگرا ٺهيل آهن ۽ ڇت جي وچ تي گنبذ ٺهيل آهي. جنهن تي وري ابتي ڪنول جي گل جي مٿان ڪلس ٺهيل آهي، گنبذ هوبهو دهليءَ واري مسجد جي گنبذ جهڙو آهي. مقبري ڪي اندران توڙي ٻاهران ليپو ڏنل آهي. مقبري جي الهندي پاسي واري پٽ تي محراب نما جارو ٺهيل آهي. مقبري جي حاشيي تائين ڪاشيءَ جون سرون استعمال ٿيل آهن. هن مقبري ۾ پير حسين شاھ نالي بزرگ جي مزار آهي، جنهن تي هر سال ميلو لڳندو آهي ۽ عقيدتمند حاضري ڀريندا رهن ٿا. هن وقت مقبري جي حالت بهتر ناهي. ڪيترائي ڀيرا مرمت ٿيڻ باوجود هينئر اندرئين حصي مان ليپو هنڌان هنڌان اکڙي ويو آهي.

**حسين شاھ جيلاني**: نامور بزرگ حسين شاھ جيلانيءَ جا وڏا بغداد کان پهرين پنجاب ۽ پوءِ سنڌ ۾ ضلعي شهيد بينظير آباد (نوابشاھ) جي تعلقي دولتپور جي هڪ ڳوٺ ”ميوي پرهياڙ“ ۾ 1232ھ/ 1817ع ڌاري اچي آباد ٿيا. حسين شاھ جيلانيءَ جي ولادت جي صحيح تاريخ معلوم نه ٿي سگهي آهي. سندس والد جو نالو سيد نور محمد شاھ هو. سندس حسب ۽ نسب جو سلسلو سيد عبدالقادر جيلانيءَ جي واسطي سان امام حسن رضہ سان وڃي ملي ٿو. پير حسين شاھ وڏو عالم، ولي ۽ حاذق حڪيم ٿي گذريو آهي. پنهنجي والد جي هٿ تي قادري سلسلي ۾ بيعت ڪيائين ۽ چشتي طريقي ۾ پير خواجه الله بخش تونسويءَ کان اجازت ورتائين. ڳوٺ ميوي پرهياڙ ۾ ديني مدرسو قائم ڪيائين، جنهن ۾ تدريس ۽ تبليغ ذريعي خدمت ڪندو رهيو. سندس اولاد مان ڪيترا عالم ٿي گذريا آهن، جن ۾: سيد پيرل شاھ، سيد محمد بخش، سيد قاسم علي شاھ ۽ سيد غوث محمد شاھ جيلاني قابلِ ذڪر آهن.

سيد حسين شاھ پنهنجي هٿن سان قرآن شريف جو قلمي نسخو لکيو جيڪو اڄ به سندس اولاد وٽ موجود آهي. هن 12 ربيع الاول 1340ھ/ 1921ع تي وفات ڪئي. سندس مزار تعلقي دولتپور جي ڳوٺ هبيريءَ کان اولهه طرف ٻئراج جي ڪنڌيءَ تي واقع آهي.

**حسين شاھ جي مزار**: هيءَ مزار حسين شاھ نالي بزرگ جي آهي، جيڪا ضلعي ٺٽي ۾ ڪينجهر ڍنڍ جي ڪنڌيءَ تي واقع جهم ڪوٽ ويجهو واقع آهي. هيءَ مزار اسلامي دور جي آهي. هن مزار ۾ دفن بزرگ لاءِ عام خيال آهي ته هو عربن جي دور ۾ سنڌ آيو ۽ محمد بن قاسم سان گڏ جهم ڪوٽ وٽ سنڌي فوج سان مقابلي دوران مارجي ويو. ڪيس اتي ئي دفن ڪيو ويو. هتي دعائن گهرڻ لاءِ مسلمان توڙي هندو عقيدتمند ايندا رهن ٿا.

**حسين شاھ ’شرف‘**: ناميارو شاعر سيد شرف حسين ولد همت علي شاھ، 7 فيبروري 1924ع تي شڪارپور ۾ ڄائو. هن شڪارپور مان مئٽرڪ تائين تعليم حاصل ڪري 1948ع ڌاري جوڊيشنل ڊپارٽمينٽ ۾ ملازمت اختيار ڪئي. نوڪريءَ دوران سکر، روهڙي، جيڪب آباد، ڳڙهي ياسين ۽ شڪارپور ۾ رهيو ۽ ترقي ڪري سپرنٽينڊنٽ ٿيو. 1984ع ۾ سيشن ڪورٽ شڪارپور مان رٽائر ٿيو. فلمي گيت ٻڌڻ سان ڪيس شاعريءَ جو شوق ڄاڳيو. ابتدا ۾ فلمي طرز جا گيت لکيائين. شاعريءَ جي ٻين صنفن تي به طبع آزمائي ڪيائين. خاص طور حمد، نعت، ڪافيون، غزل، گيت، قصيدا ۽ مرثيا لکيائين. شاعريءَ ۾ ’شرف‘ تخلص ڪم آڻيندو هو. سندس ٻه ڪتاب: (1) ’آغاز عشق‘ ۽ (2) ’شان پنجتن‘ شايع ٿيل آهن. ’مهراڻ ادبي سنگت‘ شڪارپور جو باني ميمبر آهي. هيءُ شڪارپور ۾ رهائش پذير آهي.

**حسين شاھ فاضلاڻي**: سنڌي فلمن جو باني، خوبصورت فنڪار سيد حسين شاھ فاضلاڻي، مٽياريءَ جي سادات گهراڻي سان واسطو رکندو هو. سندس جنم 1934ع ڌاري مٽياريءَ جي هڪ زميندار گهراڻي ۾ ٿيو. اڳتي



هلي حسين شاھ، گاڏي کاتي حيدرآباد ۾ اچي رهيو. اتي سندس ’فاضلاڻي هائوس‘ مشهور هو. جڏهن ته هن جو ’مارئيءَ وارو محل‘ اڏيري لال ۾ هو. هو پيانو وڄائڻ به ڄاڻندو هو. ورهاڱي کان اڳ، جيتوڻيڪ پهرين سنڌي فلم ’ايڪتا‘ رئيس ڪريم بخش نظاماڻيءَ ٺاهي هئي، پر قيام پاڪستان کان پوءِ پهرين سنڌي فلم ’عمر مارئي‘ جو هيرو ۽ سيڙپڪار به فاضلاڻي خود هو. جڏهن ته ڊائريڪٽر شيخ حسن هو. ان فلم ۾ فاضلاڻيءَ کان سواءِ چارلي، نگهت سلطانه، ببو، سرفراز ۽ غريب شاھ اهم اداڪار هئا. فلم جي موسيقي مشهور موسيقار غلام نبي عبداللطيف ترتيب ڏني هئي. هن فلم جو گانو ’منهنجا مارو ڪٽي ۽ ملير ڪٽي‘ ڏاڍو مشهور ٿيو. سندس ٻي فلم ’پرديسي‘ هئي. جنهن فلم جو هيرو ۽ فلمساز به پاڻ هو. جڏهن ته ساٿس لاليءَ هيروئن جو ڪردار ڪيو هو. ٻين ساٿي اداڪارن ۾: سلومي، چارلي ۽ شيخ سنڌي اهم هئا. فلم جو ڊائريڪٽر ايس. اي غفار، جڏهن ته موسيقي غلام نبي عبداللطيف ترتيب ڏني هئي. هن فلم جو گانو ’اي خدا تقدير جو بهانو آهي بي وفا‘، جيڪو محمد ابراهيم ڳايو هو، تمام گهڻو مشهور ٿيو. پاڻ ٽين فلم ’مارو‘ نالي ٺاهي پر اها رليز ٿي نه سگهي. جڏهن ته سندس هڪ فلم ’هاري‘ پڻ رليز نه ٿي. امداد حسينيءَ لکيو آهي ته فاضلاڻي جڏهن به ڪا فلم ٺاهيندو هو ته پنهنجون ٻنيون ڪپائيندو هو، ملڪيتون وڪڻندو هو. هن فلمن جي شوق ۾ لاڙ ۽ اڏيري لال ۾ موجود هزارين ايڪڙ زمينون پگهرڻ مُٺ تي وڪڻي ڇڏيون. هن جي آخري يادگار تقريب هدايتڪار ۽ فلمساز يار محمد شاھ جي فلم ”محب شيدي“ جي اوپننگ واري هئي، جنهن ۾ هزارين

ماڻھن شرڪت ڪئي. ھن ڪيترن ئي ڇھرن کي فلمي دنيا ۾ روشناس ڪرايو، جن ۾ غلام حيدر صديقي، شيخ سنڌي ۽ مصطفيٰ قريشي اھم آھن حسين شاھ فاضلاڻيءَ جو نالو فلمي دنيا جي حوالي سان تاريخ ۾ ھميشه نمايان ۽ يادگار رھندو. سنڌس وفات 1993ع ۾ ٿي.

**حسين شاھ قنبر وارو:** نامور عالم ۽ بزرگ حسين شاھ قنبر واري جو مڪمل نالو سيد غلام حسين شاھ ولد سيد گل محمد شاھ بخاري نقشبندي مجددي آھي. سنڌس جنم 1936ع ڌاري تعلقي ميرو خان، ضلعي قنبر- شھدادڪوٽ جي ڳوٺ ڏڀ چانڊيئي ۾ ٿيو جتي ابتدائي تعليم والد کان حاصل ڪرڻ کان پوءِ ديني تعليم مولوي قادربخش ۽ مولوي خوش محمد تنيي ميرو خانيءَ وٽ پڙھيائين. جڏھن ته رسمي تعليم پرائمري اسڪول ڏڀ چانڊيي ۾ استاد غلام محمد چانڊيي ۽ استاد علي گوھر مستوئيءَ وٽ پڙھيو. سنڌس مرشد مير محمد عبدالغفار



رحمت پور، لاڙڪاڻي وارو ھو، جنھن وٽ اوائين سالن ۾ سلوڪ جا مرحلا طئي ڪري، سنڌس ھٿ تي بيعت ڪيائين. ھن پھريائين ڳوٺ ڏڀ چانڊيي ۾ درگاھ قائم ڪئي، جنھن کان پوءِ ڏيڍ سال بلوچستان ۾ وڃي آستانو قائم ڪيائين. بعد ۾ اتان ڳوٺ واپس آيو. 1973ع واري ٻوڏ دوران قنبر شھر ۾ رھائش اختيار ڪيائين. جتي سرھيا مسجد ۾ پنج وقت نماز پڙھائيندو ۽ جمعي جو خطبو ڏيندو ھو. ھن مسجد ۾ ٽن سالن تائين رھيو جنھن کانپوءِ جماعت سان مشورو ڪري ريلوي اسٽيشن قنبر لڳ درگاھ عاليه جو بنياد وڌائين. حسين شاھ ڪيترا دفعا حج جي سعادت ماڻي چڪو آھي ۽ ھر سال ھڪ دفعا عمري جي ادائگيءَ لاءِ ويندو آھي. پير صاحب ايران، عراق، شام، فلسطين ۽ يروشلم جون زيارتون به ڪري آيو آھي. ھن قنبر ۾ 'درگاھ عاليه- حسين آباد' جو به بنياد رکيو آھي، جتان 150 کان وڌيڪ عالم نڪتا آھن ۽ 800 کان وڌيڪ شاگرد حافظ قرآن ٿي چڪا آھن. سنڌس مريد ملڪ جي ڇئني صوبن سميت پرڏيھ ۾ به ھزارن جي تعداد ۾ آھن. شھيد بينظير ڀٽو 2007ع جي اليڪشن دوران آخري ڏھاڙن ۾ وٽس حاضري ڀرڻ آئي ھئي.

**حسين شاھ ڪاڇيلاٽي:** سيد حسين شاھ ڪاڇيلاٽيءَ جي مزار ضلعي ٺٽي، تعلقي جاتيءَ ۾ ميرپور بٺوري روڊ تي مير خان موريءَ جي اولھه ۾ واقع آھي. ھيءُ بزرگ به سؤ ورھيه اڳ جو ڄيو وڃي ٿو روايت آھي ته ھيءُ بزرگ ڪڇ مان آيو ھو. ھُو ڪڇ ۾ مزدوري ڪندو ھو ۽ زھد ۽ تقويٰ جو صاحب ھو. پيٽ تي اڪثر ڪاٺ جو ٽڪر ٻڌندو ھو. ھن بزرگ جي مزار تي ساليانو ميلو لڳندو آھي.

**حسين شاھ ڪوٽيرو ۽ قبرستان:** پٿري دائرو آھي، جيڪو ديھه ريڪ ۾ تعلقي ٽاڻي بولا خان ۾ آھي، جنھن کي مقامي ماڻھو حسين شاھ جو ڪوٽيرو چون ٿا. ھاڻي ان ۾ ھڪ پير جي مزار ٺھيل آھي، ھي ماڳ ڳوٺ اسماعيل باريجي کان اتر اولھه ۾ اڌ ڪلوميٽر پنڌ تي آھي، دائري کان ٻاھر ڪي پراڻيون قبرون به آھن. دائري جي اندر به ڪي چوڪور ٿلھا يا قبرون ٺھيل آھن، جن جي ماپ تقريباً 1.4 x 1.4 آھي. دائري جي وچ ۾ ھڪ ٿلھو ٺھيل آھي، گمان آھي ته شايد اھا ڪا قربان گاھ ھوندي، يا ان کي ھن دائري ۾ ڪا خاص مرڪزي حيثيت حاصل آھي.

دائري جو قطر 19 ميٽر ۽ ديوار جي ٿولھه 2 ميٽر آھي. ديوار جي اندرين ۽ ٻاھرين گھير سان وڏن پٿرن جون ڇپون ڏاڍي ترتيب سان رکي مڪمل دائري کي شڪل ڏني وئي ھئي. ٻنھي گھيرن جي وچ ۾ شايد مٽي ۽ پٿرن جو پراءُ ڪيو ويو آھي. ديوار کي ڪا اوچائي نه آھي، ڪٿي ڪٿي ٻه يا ٽن پٿري بلاڪن جي سٽ آھي. ممڪن آھي




ته مناسب ڪوٽائيءَ سان ديوار جي اصل اوچائي ڪجھه وڌيڪ ثابت ٿئي. دائري جو اڪيلو دروازو اتر-اوڀر ڪنڊ کان آھي. دائري جي اندر پٿري بلاڪن جا چار عدد چوڪور ٿلھا آھن، جن جي ويڪر تقريباً 1.4 x 1.4 ميٽر آھي. فقط حسين شاھ واري ھٿرادو قبر کي اتر-ڏکڻ ڊيگھه ڏيڻ جو تاثر ملي ٿو دائري جي وچ ۾ پٿرن جو ھڪ غير معمولي ڍڳ يا ٻي ترتيب چبوترو آھي، ان کي مرڪزي حيثيت ڏسجي ٿي، ان چبوتري سان پٿري بلاڪن جو ھڪ سلسلو ڏکڻ اولھه طرف ديوار تائين ھليو ويو آھي. دائري کان ٻاھر 12-10 عدد قبرون آھن. عجيب ڳالھه اھا آھي ته انھن جا رخ مختلف آھن. انھن ۾ ڪا ھڪ اڌ قبر اھڙي آھي، جنھن جي بيھڪ اسلامي طرز تي اتر- ڏکڻ ھجي ٿي. ھن دلچسپ پٿري دائري جون وصفون جيئن ته انھن پٿري دائرن کان مختلف آھن، جن ۾ اپا پٿر کوڙي دائرو ٺاھيو ويندو آھي، ان ڪري ھن مختلف وصفن واري دائري کي جدا سڃاڻپ ڏيڻ لاءِ اسان 'مقدس پٿري دائرو' (Sacred Stone Circle) جو اصطلاح مقرر ڪيو. ھونئن به ھي دائرو ڪنھن نه ڪنھن عقيدي جي حساب ۾ 'مقدس' محسوس پئي ٿيو ھي ماڳ نه آھي، ممڪن آھي ته ھي ماڳ زمانه قبل مسيح جو ھجي.

دائري جي ٻاھران اڪثر قبرون دائري جي ويجھو ۽ گولائيءَ ۾ ٺھيل آھن، سواءِ اولھه ۾ ٽن قبرن جي، جيڪي سنوت ۾ ٺھيل آھن ۽ مرڪزي قبر کان نڪرندڙ پيچري جي سامھون ۽ سڌيون آھن. دائري جي ٻاھران اوير ڏکڻ ڪنڊ وٽ ھڪ اڏاوت آھي، تنھن جون به ٽيئون گوني ڪنڊ ۾ ملن ٿيون، ھي به پاسي اڏاوت ڏسڻ ۾ اھڙي اڄھي يا اوڻ جھڙي آھي، جتي شايد جنازي جون مذھبي يا سماجي ريتون رسمون ادا ٿينديون ھجن. ھي ماڳ ڪنھن گھٽي نمايان ھنڌ تي نه آھي، البت آسپاس واري زمين کان ڪجھه مٿانھينءَ تي آھي، جنھن جي سطح ڪافي سڌي آھي. اڏاوتن جي وچ ۾ توڙي آسپاس ۾ گھٽي ڳولا جي باوجود به ٻي ڪا اھڙي شيءِ ھٿ ڪا نه آئي جا ھنن آثارن بابت ڪنھن به قسم جي وڌيڪ ڄاڻ ڏيڻ ۾ مددگار ٿئي ھا، ھن قسم جون يا

هن سان ملندڙ جلندڙ ڪي ٻيون اڏاوتون ڪوهستان ۾ ڪن ٻين هنڌن تي به موجود آهن. *(نئين زندگي، آڪٽوبر 1992ع / محال ڪوهستان- بدر ابڙو)*.

**حسين شهيد سهروردي**: ناليوارو سياستدان ۽ پاڪستان جو اڳوڻو وزيراعظم حسين شهيد سهروردي ولد سهر زاهد سهر وردي 8 سيپٽمبر



1893ع تي بنگال جي شهر مدناپور ۾ڄائو هن جو والد ڪلڪتي هاءِ ڪورٽ جو مستقل جج هو ۽ سندس ماءُ خجسته اختر بانو اردوءَ جي تمام وڏي ليکڪا هئي. هن ايس. ٽي ايڪسوريز ڪاليج مان بي. اي ۽ ڪلڪتي يونيورسٽيءَ مان ايم. اي ڪئي. ان ڪانپوءِ بي. سي. ايل جي سند حاصل ڪرڻ لاءِ برطانيا جي آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ جي ڪيٿرينز ڪاليج ۾ ويو. تعليم جي حصول بعد 'گريزان' ۾ وڪالت جي سکيا ورتائين. ڪجهه ئي عرصي ڪانپوءِ واپس ڏيهه پهتو ۽ ڪلڪتي هاءِ ڪورٽ ۾ وڪالت شروع ڪيائين. 1920ع ڌاري سر عبدالرحيم جي ڌيءَ بيگم نياز فاطمه سان سندس شادي ٿي. ان دوران هن هندستان جي آزاديءَ لاءِ جدوجهد ڪندڙ سوراج پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪري، پنهنجي سياسي ڪيريئر جي شروعات ڪئي. 1923ع واري "بنگال پيڪٽ" ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائين. 1924ع ڌاري ڪلڪتي ڪارپوريشن جو ڊپٽي ميئر ٿيو جلد ئي صوبائي اسيمبليءَ ۾ سوراج پارٽيءَ جو ڊپٽي ليڊر منتخب ٿيو. 1925ع ڌاري چترنجن داس جي وفات بعد هن سوراج پارٽيءَ جي ميمبرشپ تان استعيفا ڏني ۽ آل انڊيا مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو سندس گهرواري بيگم نياز فاطمه جي وفات ڪان پوءِ هن روس جي هڪ مشهور آرٽسٽ ويرا اليگزينڊرونا ٽسڪينو ڪيلڊر (جيڪا مسلمان ٿيڻ بعد بيگم نورجهان سڏي وئي) سان شادي ڪئي. مسلم ليگ جي پليٽفارم تان گڏيل هندستان واري بنگال ۾ ليبر کاتي ۽ سول سپلائيز کاتي جو وزير رهيو ۽ ان وقت (1946ع) هندستان ۾ حسين شهيد سهروردي، خواجا ناظم الدين ۽ مولوي عبدالحق جي ڪوشش سان بنگال ۾ مسلم ليگ جي حڪومت قائم ٿي. پاڪستان تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين. پاڪستان قائم ٿيڻ بعد هن پاڪستان عوامي مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ مولانا عبدالحميد ڀاشانيءَ سان گڏجي ڪم ڪرڻ لڳو. پاڪستان عوامي مسلم ليگ ڪجهه وقت ڪانپوءِ عوامي ليگ سڏجڻ ۾ آئي. جيڪا مسلم ليگ جي مخالفت ۾ جڙي هئي. 1950ع ڌاري عوامي مسلم ليگ جي پليٽ فارم تان اسيمبليءَ ۾ مخالف ڌر جو ليڊر چونڊيو ويو.

1956ع ۾ پاڪستان جي پهرئين آئين جي بنيادي شقن ۾ اصولي اختلاف ڪندي ٻين سياستدانن سان گڏ هن، صحي نه ڪئي، پر ستت صدر اسڪندر مرزا جي مرضيءَ سان پاڪستان جو وزيراعظم ٿيو ان دوران هن 1956ع واري آئين جي پارليامينٽري ايڪٽ هيٺ پاڪستان ائٽمي انرجي (PEAC) جو بنياد وڌو ۽ ملڪ کي ائٽمي طاقت بنائڻ لاءِ جوڳا اپاءَ ورتا ويا. هن ڊاڪٽر نظير احمد جي سرڪردگيءَ ۾ سائنسدانن ۽ فزڪس جي ماهرن تي مشتمل PEAC نالي سان 'نيوڪليئر ليب' جو قيام عمل ۾ آندو. بنگال ۾ نيوڪليئر ريسرچ انسٽيٽيوٽ جو بنياد رکڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪرڻ سان گڏ PEAC معرفت ڪراچيءَ ۾ نيوڪليئر پاور پلانٽ قائم ڪيائين. 1958ع ڌاري ايوب خان جي آمريت جو سخت مخالف رهيو. جنهنڪري ڪيس چونڊن ۾ نااهل قرار ڏنو ويو. ان تي هي عدالت ۾ ويو ۽ پاڻ کي اهل ثابت ڪرايائين. سياسي طور مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ باوجود متحرڪ رهيو ۽ بنگال ۽ سنڌ سميت ٻين سڀني صوبن جا دورا ڪري ايوبي مارشل لا خلاف عوامي راءِ هموار ڪيائين. هيءُ ان وقت صوبن اندر نون ضلعن ٺاهڻ جي رٿ جو سخت مخالف رهيو. ملڪي ترقيءَ ۾ سندس ڪردار واکاڻ جوڳو رهيو. 1963ع ڌاري ڪيس دل جو دورو پيو بيروت ۾ علاج دوران 5 ڊسمبر 1963ع جي رات وفات ڪيائين. ڪيس ڍاڪا ۾ مولوي فضل الحق جي مزار جي پرسان مٽي ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**حسين علي 'حسين'، مرزا**: مرزا حسين علي بيگ 'حسين' ولد مرزا غلام حيدر بيگ 1890ع ۾ ٽنڊي آغا، حيدرآباد جي علمي ۽ ادبي گهراڻي ۾ جنم ورتو ابتدا ۾ قرآني تعليم حاصل



ڪرڻ ڪان پوءِ نولراءِ هيرانند اڪيڊمي اسڪول ۾ پڙهيو پر ترت حيدرآباد ۾ وبا ڦهلجڻ سبب تعليم پوري ڪري نه سگهيو ۽ درزڪو ڪم ڪرڻ لڳو مرزا حسين علي شاعري به ڪئي. شاعريءَ ۾ پنهنجي والد، وڏي سوٽ مرزا قربان علي بيگ، سيد غلام محمد شاهه 'گدا' ۽ مولانا ابوالحسن لکنويءَ ڪان پنهنجي ڪلام جي اصلاح وٺندو هو. سندس ڪلام اردو ۽ سنڌي زبان ۾ آهي. سندس ڪلام ۾ مرثيا، نوحا، سلام، ڪافيون ۽ غزل شامل آهن. مرزا حسين علي 1915ع ۾ وفات ڪئي. سندس ڪلام جو نمونو هيٺ پيش ڪجي ٿو:

ڪو نه تدبير ۾ قصور نه هو

وصل قسمت ۾ پر حضور نه هو

حال دل سمجهي ويو 'حسين علي'،

ايترو يار ٻي شعور نه هو

*(ياد رفتگان: مخدوم طالب المولى)*

**حسين فقير ديدڙ**: عوامي شاعر حسين فقير ڳوٺ ديدڙ، تعلقي قنبر ۾ 1803ع ڌاري پيدا ٿيو هن ابتدائي تعليم ڳوٺ ۾ حاصل ڪئي. دستوري تعليم حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ هڪ استاد جي حيثيت سان 1844ع ۾ پنهنجي نهرايل مسجد ۾ وفات تائين تعليم ڏيندو رهيو هو ٽالپر حڪمرانن وٽ ڪاردار به هو. زندگيءَ جو شروعاتي عرصو ٽالپرن وٽ سرڪاري نوڪريءَ ۾ گذاريائين. اتان وري ميرن جي ڏنل زمين تي زميناري به ڪيائين. زندگيءَ ۾ ڪن اڻوندڙ واقعن ڪان متاثر ٿي هن فقيري اختيار ڪئي. ڪيس غريبن ۽ مسڪينن سان وڏي همدردي هوندي هئي. سندس خاص دوست نواب فتح محمد خان لاهوري هو مشهور عوامي شاعر حمل فقير به ساڻس ڪچهرين لاءِ ايندو هو ان وقت حسين فقير جو ڏوهٽو شاهه محمد ديدڙ، جيڪو اڳتي هلي سنڌي ۽ سرائڪيءَ جو بهترين شاعر بڻيو سو به هنن جي ڪچهريءَ ۾ ويهي رهندو هو.

حسين فقير ديدڙ بهترين شاعر هو. سندس ڪلام 'ڪليات حسين ديدڙ'

جي نالي سان ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي ترتيب ڏني، 1971ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ مان شايع ڪرايو آهي. هن ڪليات ۾ سندس چيل حمد، مدحيات، ٽيهه اکريون، بيت، مولود، معجزا ۽ ڪافيون شامل آهن. ڊاڪٽر سنديلو حسين فقير جي ڪلام جي ڪَٿَ ڪندي مقدمي ۾ لکي ٿو ته، ”حسين فقير جو ڪلام معنيٰ جا موتي آهن، جي اوندهه جو اوجر آهن. جيڪڏهن انسان هڪ وار سچي دل سان سندس ڪلام پڙهندو ته ازخود دنيا جي بي بقا وٿن کي وساري ڇڏيندو. سندس ڪلام جو فقط هڪ موضوع: ’نصيحت ۽ صرف نصيحت‘ آهي.

حسين فقير ديدڙ، 1873ع ڌاري وفات ڪئي.

**حسين ڪلوڙ/ سراءِ**: تعلقي ٻني عاقل جو هي اهم ڳوٺ، ديهه سراءِ ۽ يو سي نندا پور ۾ واقع آهي. هن ڳوٺ کي عام طور ’سراءِ ڪلوڙ‘ به سڏيو وڃي ٿو. هي قديم ڳوٺ آهي. روايتن موجب هتي مغلن جي دؤر ۾ هڪ ’مهمان سراءِ‘ موجود هئي، جتي قافلا اچي ترسندا هئا. هن ڳوٺ ۾ ڪلوڙ ذات وارا اڪثريت سان آباد آهن. هتي جي خواندگي شرح 90 سيڪڙو کان وڌيڪ آهي ۽ هتان جا اڪثر ماڻهو سرڪاري ملازمتن ۾ آهن هتي سرڪاري اسڪول ۽ بنيادي صحت مرڪز قائم آهن. هن ڳوٺ جي آسپاس نبي شاهه، ڪالي شاهه، حاجي مراد ۽ پير مهرو جا قبرستان موجود آهن. جڏهن 2010ع ۾ روهڙيءَ کان گهوٽڪي تائين ٺهيل اين. آر بند کي وڏي ٻوڏ سبب ٽٽڻ جو خطرو پيدا ٿيو ته حسين ڪلوڙ ڳوٺ جي مقامي ماڻهن رات ڏينهن محنت ڪري ان کي مضبوط بنايو هو هن ڳوٺ پرسان لال ڪلوڙ ۾ راڳداريءَ جو وڏو ڄاڻو سيد لال شاهه رهندو هو وقت جا وڏا ڳويا ۽ فنڪار امير علي خان، سهراب فقير، عابده پروين ۽ شفيع فقير سندس معتقد رهيا آهن. سندس مريدن مان اڪثر ميراثي سنڌ، پنجاب ۽ گواليار ۾ رهن ٿا.

**حسين واهڻ** (ديهه): تعلقي ڏوڪري جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حسين واهه، ميهرواهڻ، ڪانوپور، پليڏنو ٻهڻ ۽ پريل جا گهر.

**حسينہ معين**: مشهور ڊراما نويس حسينہ معين 1942ع ڌاري ڪانپور (ڀارت) ۾ جنم ورتو شروعاتي تعليم راولپنڊي، لاهور ۽ ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين. ننڍپڻ کان ئي لکڻ جو شوق هئس. ستين ڪلاس ۾ پڙهندي، ’ٻاڳي جان‘ جي نالي سان ڪالم لکيائين. ان کان پوءِ شاگرديءَ جي زماني ۾ ئي ريڊيو جي پروگرام ’اسٽوڊيو نمبر ون‘ لاءِ ڏهن کان مٿي ڊراما لکيائين. تعليم مڪمل ڪري تعليم جي شعبي سان وابسته ٿي اڄڪلهه ڪراچيءَ



جي هڪ اسڪول ۾ پرنسپال آهي. ٽي. وي جي سلسليوار ڊرامن ۾ ڪم ڪندي هن وڏي شهرت ماڻي. سندس هيٺيان ٽي. وي ڊراما مشهوري ماڻي چڪا آهن:

(1) ’شهزوري‘ (2) ’ڪرن ڪهاني‘، (3) ’زير زبر پيش‘، (4) ’انڪل عرفي‘، (5) ’ان ڪهي‘، (6) ’پرڇائيان‘، (7) ’بندش‘، (8) ’ڌنڌ‘، (9) ’تنهائيان‘، (10) ’ڌوپ ڪناري‘ ۽ (11) ’آهٽ‘.

**حسين هارون**: ناميارو سياستدان حسين هارون جو پورو نالو عبدالله حسين هارون آهي، پر ڪيس حسين هارون جي نالي جي سڃاڻپ آهي. هن 21 آڪٽوبر 1950ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو هي مسلم ليگ جي اهم



رهنما سر حاجي عبدالله هارون جو پوٽو آهي ۽ ناليواري رهنما حميد هارون جو ڀاءُ آهي. سندس والد ڄاتل سڃاتل سنڌي ڪڇي خاندان سان تعلق رکندڙ هو هن شروعاتي تعليم ڪراچي جي گرامر اسڪول مان ورتي ۽ ڪراچي يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪئي اٿس. هن پنهنجي سياسي زندگيءَ جو آغاز 1970ع کان ڪيو. شروعات ۾ پاڪستان مسلم ليگ جو 1970ع ڌاري اليڪشن ڪوآرڊينيٽر رهيو. بعد ۾ ڪراچي ميٽروپوليٽن ڪارپوريشن جو ڪائونسلر منتخب ٿيو ان ذميواري تي 1979ع کان 1985ع تائين رهيو. ڪراچي پورٽ ٽرسٽ (KPT) جو 1980ع کان 1982ع تائين ٽرسٽي رهيو. 1985ع کان 1988ع تائين سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. 1985ع کان 1986ع تائين سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر رهيو جڏهن ته 1986ع کان 1988ع تائين سنڌ اسيمبليءَ ۾ اپوزيشن ليڊر طور ڀرپور ڪردار ادا ڪيائين.

حسين هارون 1988ع کان 1989ع تائين پاڪستان هيرالڊ پبليڪيشن لميٽيڊ (PHPL) جي ڪنسلٽنٽ طور به ڪم ڪيو. ساڳئي عرصي ۾ اقوام متحده جي جنرل اسيمبليءَ ۾ نمائندي طور شرڪت ڪيائين. هيءُ آئي. بي. اي ڪراچيءَ جي بورڊ جو 1996ع کان 1999ع تائين ميمبر رهيو. ان بعد به سال ڪي. اي. ايس. سي (KESC) جي بورڊ آف ڊائريڪٽرس جو ڊائريڪٽر رهيو 1999ع کان 2005ع تائين گرفٽ ڪاليج، ڪراچيءَ جو چيئرمئن رهيو ساڳئي عرصي ۾ دوران پاڪ چائنيز بزنس فورم جو صدر رهيو. هي انگلش اسپيڪنگ يونين آف پاڪستان جو صدر به هو. حسين هارون سماجي ڪمن ۾ به اڳيرو رهيو آهي، صوبائي خودمختياريءَ لاءِ پنهنجو ڀرپور موقف رکندو اچي، ڪالا باغ ڊيم جي مخالفت ۾ پنهنجي موقف تي اٽل رهيو آهي. هن ويجهي ماضيءَ ۾ حڪومت کي صلاح ڏني ته لکين سنڌين کي ڪراچيءَ ۾ آباد ڪري سگهجي ٿو جولاءِ 2008ع کان حسين هارون کي اقوام متحده ۾ پاڪستان جو مستقل نمائندو مقرر ڪيو ويو آهي.

**حُسيني**: حُسيني، فارسي راڳن جي ٻارهن نغمن يا سرن مان ٻئي نمبر سُر جو نالو آهي، جيڪو سج اڀرڻ کان پوءِ پهرين پهر جي سج تائين ڳائبو آهي. شاهه جي رسالي ۾ سسئيءَ جي سرن مان هڪ سر جو نالو ’حسيني‘ آهي. ’حسيني‘ راڳڻي به آهي. هن نالي سان ڪاٺ ٻانهڻ جو هڪ فرقو ’حسيني ٻانهڻ‘ به مشهور آهي. ان کان سواءِ امام حسين عليہ السلام جي اولاد ۽ پيروڪار هئڻ ڪري به ڪيترا ماڻهو پاڻ کي حسيني سڏائين ٿا، جيئن: نثار حسيني، امداد حسيني وغيره.

**حُسيني، سُر:** هيءُ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ سسئيءَ جي داستان جو هڪ سُر آهي، جيڪو راڳ جي ماهيت ۽ تاثير سان تعلق رکي ٿو. لطيفيات جي ماهرن موجب هيءُ سُر يارهين صديءَ عيسوي ڌاري سومرن جي اوائلي دؤر ۾ اُسريل داستان سسئي پنهونءَ سان تعلق رکي ٿو. هن سُر ۾ شاهه سائينءَ، سسئي کي پنهونءَ لاءِ پهڻن مٿان پنڌ ڪندي، جبل جهاڳيندي ڏيکاريو آهي.

'سُر حسيني' داستانن ۽ بيتن جي لحاظ کان شاهه جي رسالي جو وڏو سُر آهي، جنهن ۾ ڪل 12 داستان، 237 بيت ۽ 17 وايون شامل آهن. هن سُر ۾ سَڄ، رُڃ ۽ اُڃ جهڙين مصيبتن کي منهن ڏيندي سسئيءَ پاران پنهونءَ جي پويان ڪيل پنڌ جو ذڪر آهي. پنهونءَ جي ڳولا واري پنڌ ۾ سسئيءَ جو ثابت قدم رهڻ، عزم ۽ استقلال ۾ ذرو به نه لڏڻ، دوزخ جهڙي ڏينهن جو سفر ڪرڻ، ڏکن باوجود ڏوراپو نه ڏيڻ جو ذڪر نمايان ملي ٿو. شاهه سائين هن سُر ۾ سسئيءَ جي ڪيفيت کي ان ريت بيان ڪيو آهي ته هوءَ ٻن ڇيرن جي وچ ۾ آهي، هڪ رڃ جي تپش، ٻي عشق جي آتش. هن پنڌ ۾ جيسين جيئڻ آهي، تيسين جلڻ آهي.

جان جيئين تان جل، ڪانهي جاءِ جلڻ ري،
تتيءَ ٿڌيءَ هل، ڪانهي ويل ويهڻ جي.

-

جيئن جيئن پڇي رات، تئن تئن تاڻي پنڌَ ۾،
پورِيءَ ٻي نه تات، جيڪا سَا جَتَن جِي.

امام حسين ؑ جي نسبت سان هن سُر کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ سڄ، رڃ ۽ اُڃ جي اهڃاڻن سبب 'حسيني' سڏيو آهي.

'ڏوريندين ڏِسن، اگڻ عجيبن جا'

'سر حسينيءَ' ۾ مڪمل طور زندگيءَ جي جدوجهد جو درس ملي ٿو:

جئن جئن جهلي جڳ، تئن تئن مون تاڪيدُ ٿئي،
ڳهرئو ٿو ڳالهيون ڪري ورسئو ڀٽي وڳ،
لوڪُ لَتاڙي ننڌَر ۾، پنيءَ لالڻ لڳ،
آرياڻي اورڳ، ڀَنيوران ٻهر ٿي.

(حوالو: بلوچ ڊاڪٽر نبي بخش خان، 'شاهه جو سچو سريستو صحيح رسالو'، سُر حسيني، بيت نمبر 12، صفحو نمبر 350)

هن سُر ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي ؒ سسئيءَ پاران پنهونءَ لاءِ پهڻ جهاڳي آخري دم تائين جهدوجهد ۾ رهڻ وارو موضوع چٽي جدوجهد جو فلسفو سمجهايو آهي.

(حوالو: بلوچ ڊاڪٽر نبي بخش خان، 'شاهه جو سچو سريستو صحيح رسالو'، سُر حسيني، بيت نمبر 24، صفحو نمبر 366)

حسيني نالي سان فارسي ۽ عربي شاعريءَ ۾ به هڪ سُر آهي جنهن ۾ ڪربلا جي شهيدن جا مرثيا ڳايا ويندا هئا.

**حسينيءَ جو نَهرو:** هي ڪافي ٺاٽ جي سمپورن راڳڻي آهي. اڙانيءَ وانگر مڌم کان شروع ٿئي ٿي. اڙانيءَ کان هن ۾ ڪانڙي جو انگ زياده آهي. اڙاني، ميگهه، حسيني، شهانو سوها سگرائي، سورملهار راڳن ۾ سارنگ جو انگ گهٽ ٿئي ٿو. هن ۾ تار استان جو ڪرج سنو لڳندو آهي. ڌيوت ۽ گنڌار جي گهٽ وڌ استعمال سان انهن راڳن کي هڪ ٻئي کان جدا ڪري سگهبو آهي. هن بابت لڇن گرنٿ ۾ هن راڳڻيءَ جي آروهي سمپورن ۽ امروهيءَ ۾ نکاد ورج لکيل آهي. هڪ ٻئي گرنٿ سار امرت ۾ آروهي ۽ امروهي ٻئي سمپورن ڄاڻايل آهن. هيءَ مسلمانن جي ايجاد ڪيل راڳڻي آهي. هن جي ڳائڻ جو وقت رات جو ٽاڻو آهي.

**حسينيءَ جي هاڪ** (ڪتاب): شاهه لطيف جي ٻه سؤ سٺهين (260) عرس جي موقعي تي پڙهيل مقالن جو هي ڪتاب، نامياري اديب تاج جويي ترتيب ڏنو آهي. شاهه جي رسالي جي سُر حُسينيءَ سان لاڳاپيل مختلف




عنوانن تي ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، عنايت بلوچ، ڊاڪٽر اسد جمال پلي، ڊاڪٽر هدايت پريم، ڊاڪٽر گل حسن لغاري، عنايت الله زنگيجي، پروفيسر موهن لال، ڊاڪٽر محمد علي مانجهي، الهنواز رڪٽائي، رڪيل مورائي ۽ ٻين اديبن جا سُر حُسينيءَ جي سنگيت، صرفي ۽ نحوي ترڪيبن، ٻوليءَ، فڪري پهلوئن، پهاڪن جي استعمال، لغات، اسلامي روايتن سان لاڳاپي، لفظي حسناڪيءَ ۽ واقعاتي اهڃاڻن وغيره تي سنڌيءَ ۾ ويهارو مقالا شامل آهن. ان کان سواءِ هڪ خاص مقالو ڊاڪٽر پروفيسر ممتاز ڀٽو جو 'شاهه جي دور ۾ سنڌ جي سياسي ۽ علمي حالت' بابت به ڇپيل آهي. ان کان سواءِ ڪتاب ۾ پروفيسر آفاق صديقي ۽ مرزا ڪاظم رضا بيگ جا اردوءَ ۾ ٻه مقالا: 'سر حسيني پر ايڪ نظر' ۽ 'سُر حسيني ڪا فلسفه' ۽ هڪ فارسي مقالو پروفيسر ڊاڪٽر قاسم صافيءَ جو به شامل آهي. ڊيمي سائيز جي 224 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي ۽ ڪتاب سيد انوار حيدر، سيڪريٽري ثقافت ۽ سياحت کاتي، شاهه صاحب جي 261 هين عرس جي موقعي تي مارچ 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**حسيني، عبدالله شاهه:** هن بزرگ جو اصلي نالو عبدالله هو، پر عقيدتمند ڪيس عبدالله حسينيءَ جي نالي سان سڏيندا هئا. سندس خاندان جو شجرو شيخ عبدالقادر جيلانيءَ سان ملي ٿو. هيءُ بزرگ 1521ع ڌاري مرزا شاهه حسن بيگ ارغون جي زماني ۾ گجرات کان ٺٽي ۾ اچي مقيم ٿيو، جتي عبادت ۽ رياضت ڪري ڪيترا معتقد پيدا ڪيائين. عمر جي آخري وقت ۾ مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي اچي رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين، جتي سندس مزار واقع آهي، جتي هر سال وڏو ميلو ٿئي ٿو. هن جي مقبري جي پلِيان (اتر طرف) مير طاهر محمد، تاريخ طاهريءَ جي لکندڙ جي مزار موجود آهي.

**حسيءَ وارو پڙو:** هيءُ ماڳ دڙي جي صورت ۾ شهدادڪوٽ شهر کان اتر طرف شهدادڪوٽ ڳڙهي خيري روڊ جي ڪاٻي پاسي اٽڪل 5 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي واقع آهي. دڙي جي اوچائي اٽڪل 30 فوٽ کن ٿيندي. هن دڙي جي اتر ۾ 'شاهه جي ڪور' وهندي رهي ٿي. دڙي جي سڀ کان اوچي حصي تي حسي نالي هڪ عورت جو ڪوٽ هو، جنهن کي 'حسيءَ جو ڪوٽ' سڏيو

ويو. ان ڪوٽ جون پٿيون اڃا تائين دڙي جي مٿاڇري تي موجود آهن. عوامي روايتن مطابق انهيءَ ڪوٽ ۾ آخري آبادڪاريءَ جا اهڃاڻ 1950ع واري ڏهاڪي ۾ موجود هئا. حسيءَ واري پڙي تان شيشي جا ٽڪرا، ٺڪريون، سرون، لوهه جا ذرڙا ۽ چوڙين جا ٽڪر جام ملن ٿا. دڙي جي پکيڙ ڪافي معلوم ٿئي ٿي ۽ ان جي اتر ۽ اوڀر واري پاسي کان هڪ ڍنڍ جا قِتل اهڃاڻ به ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جنهن جي پيٽ ۾ ليون، لاٽا ۽ ٻيا جهنگلي گاهه ۽ ٻوٽا جهجها ڦُٽي پيا آهن. ماضيءَ ۾ هي ڍنڍ پکين جي شڪار لاءِ اهم ٽاڪ هو. ان ۾ مڇي به جام مرندي هئي. هتي به حسيءَ واري پڙي مٿان هڪ ڊٺل کوهيءَ سان گڏ هڪ شاهي گهٽيءَ جا آثار به ملن ٿا.

**حَشَر:** قيامت جو ڏينهن. اسلامي عقيدي موجب قيامت ۾ جيئرو ٿي وري اٿڻ جي حالت. مسلمانن ۽ ٻين اهل ڪتاب جو عقيدو آهي ته قدرت هن دنيا کي صور اسرافيل ذريعي هڪ ڏينهن فنا ڪندي ۽ ان بعد هر هڪ ساهواري کي ٻيهر جيئرو ڪري ان کان سندس عملن جو حساب ورتو ويندو. هن سچي عمل کي 'حشر' جو نالو ڏنو ويو آهي.

**حشر** (سورة): هيءَ قرآن مجيد جي 59 هين سورة آهي، جيڪا مديني ۾ نازل ٿي. هن سورة ۾ ٽي رڪوع ۽ 24 آيتون آهن. هن سورة کي بني نضير به چوندا آهن، ڇو ته هن ۾ نضير جي جلاوطنيءَ جو ذڪر آهي، بني نضير کي سندس شرارتن عيوض ملڪ بدري جي سزا ڏني وئي هئي. هن سورة جي شروعاتي آيتن ۾ ڄاڻايل آهي ته يهودين جو هڪ وڏو قبيلو جنهن وٽ افرادي قوت مسلمانن جيتري هئي ۽ جنگي سامان جي به وٽن ڪا ڪمي نه هئي، پر اهي مسلمانن جي ڪجهه ڏينهن جي گهيري کي برداشت نه ڪري سگهيا، صدين جي آباد وستي کي ڪنهن خون خرابيءَ کان سواءِ ڇڏي وڃڻ تي راضي ٿي ويا ۽ ان جو سبب اهو هو ته اهي الله ۽ ان جي رسولﷺ جي سامهون ٿيا هئا. هن سورة ۾ وڌيڪ ڄاڻايو ويو آهي، ته اهي زمينون ۽ علائقا جيڪي جنگ، کانسواءِ مسلمانن جي قبضي ۾ آيا، انهن جو ڪهڙي نموني انتظام ڪجي. منافقن جي باري ۾ ٻڌايو ويو آهي ته انهن جو مسلمانن سان رويو ڪيئن هو جيڪو هنن بني نضير سان جنگ جي موقعي تي اختيار ڪيو هو. سورة جي آخري آيت اندر تقويٰ ۽ فسق ۾ فرق بابت ٻڌايو ويو آهي.

**حشمت پارواڻي:** حشمت پارواڻيءَ جو جنم، جهنڊي مري ضلعي سانگهڙ، سنڌ ۾ 21 مئي 1935ع تي ٿيو. هن آرٽ شاستر، منو و گيان (نفسيات) ۽ راڄنيتيءَ (سياست) جي ميدان ۾ ڪيترن سالن تائين خدمتون سرانجام ڏنيون. هو سٺو ليکڪ هو. سندس ڪتابن ۾: 'پاڪستان ڪالهه ۽ اڄ' مشهور آهي. احمد آباد ۾ رهندو هو.

**حشمتراءِ چبلاڻي:** حشمتراءِ چبلاڻي 1889ع ۾ جنم ورتو. ننڍي هوندي کان ئي ذهين هو. اسڪول جي پڙهائيءَ دوران 'اسڪالرشپ سنڌ' کنيائين. تاريخ ۽ اڪانامڪس ۾ ايم. اي ڪيائين. ابتدا ۾ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ 'دڪشڻا فيلو' مقرر ٿيو. پوءِ بي مظفرجوڙپور، بنارس هندو يونيورسٽيءَ ۽ بمبئيءَ جي ايلفنسٽن ڪاليج ۾ پروفيسر رهيو. ڪجهه وقت حيدرآباد جي ڏيارام گدومل نيشنل ڪاليج جو پرنسپال رهيو. 1929ع ۾ بئنڪنگ انڪوائري ڪميٽيءَ جو ميمبر مقرر ٿيو. سنڌ جي بمبئيءَ کان جدائيءَ جو سوال اٿيو ته هن انهيءَ رٿ جي مخالفت ڪئي. سندس چوڻ هو ته: "سنڌ ڌار ٿيندي، ته سنڌ جو پرڳڻو پنهنجو خرچ پري نه سگهندو ۽ سموري ڪوٽ صرف هندن کي ڀرڻي پوندي". هڪ ڪتاب انگريزيءَ ۾ ڇپائي پڌرو ڪيائين، جنهن ۾ سرڪار جي ڇپايل رپورٽن وغيره مان انگ اکر ڏيئي ثابت ڪيائين ته 1847ع کان وٺي جيئن سنڌ جو پرڳڻو بمبئي ڪاتي سان ڳنڍيو آهي، تيئن هر سال بمبئي سرڪار کي ڪيترو نقصان پيو آهي. اسان جو پرڳڻو پنهنجي خرچ تي پاڻهي ئي پورو پئجي سگهي ٿو. سندس انهيءَ ڪتاب پروفيسر چبلاڻيءَ کي سڄي هندستان ۾ وڏي شهرت ڏني. هن جا هندستان جي 'ڪرنسي ۽ بئنڪن' ۽ هندستان جي مسئلن' بابت به انگريزيءَ ۾ ڪجهه ڪتاب به لکيل آهن. هندستان جي انتظام ۽ ملڪي جوڙجڪ تي به ڪتاب لکيائين. انگلينڊ جي تاريخ ٻن ڀاڱن ۾ (انگريزي) لکيائين. پروفيسر چبلاڻي ڪراچيءَ ۾ ماڊل هاءِ اسڪول کوليو جيڪو سندس نالي پٺيان ڪوٺيو ويو. ڪراچيءَ جي بندر روڊ واري خدا آباد عامل پنچائت جي جاري ڪيل اسپتال تي به سندس نالو آهي. حشمتراءِ چبلاڻي 1934ع ڌاري وفات ڪئي.

**حشو پارواڻي:** حشمتراءِ اين. پارواڻي عرف عام ۾ حشو پارواڻي، 19 جون 1931ع تي دادوءَ ۾ ڄائو سٺو ليکڪ ۽ ڪهاڻيڪار هو ورهاڱي کان پوءِ ڀارت ۾ وڃي آباد ٿيو ريلوي ۾ ملازم هو ويسٽرن ريلوي ۾ ڪم ڪندڙ سنڌين پاران نڪرندڙ مئگزين 'هلچل' جو ايڊيٽر رهيو ٻارن جي رسالي ماهوار 'گلابي گلڙا' جو به ايڊيٽر رهيو مذاهب ۽ سماجي موضوعن تي ڪيترا ليک ۽ مضمون لکيائين. الهاس نگر ۾ رهائش هئس.

**حشو ڪيولراماڻي:** سنڌ جي مکيه ترقي پسند قومي ڪارڪن، اديب، ڪهاڻيڪار، عالم ۽ سنڌ جي فدائيءَ حشو ڪيولراماڻيءَ جو پورو نالو حشمت ولد ٺهلرام ڪيولراماڻي هو. هن باهمت ۽ باقلم ليکڪ پرين جي ڳوٺ/ پرياسٽي، ضلعي نوشهري فيروز ۾، 20 ڊسمبر 1914ع تي جنم ورتو. سندس والد ٺهلرام پٽ ڪيومل روينيو ڪاتي ۾ ملازم هو ۽ آخر ۾ ٽنڊي آدم ۾ ريزيڊنٽ مئجسٽريٽ جي عهدي تي رهيو. هي ايماندار ۽ انصاف پسند آفيسرن مان هو.



حشوءَ ڪيولراماڻيءَ جي پيءُ جي وفات وقت سندس عمر اٺ سال هئي. والد جي وفات کانپوءِ سندس تربيت ۽ تعليم جو انتظام سندس والده جي هٿ هيٺ ٿيو. حشوءَ ابتدائي ۽ ثانوي تعليم پرين جي ڳوٺ ۾ ورتي. مئٽرڪ جو امتحان ڪراچيءَ جي اين. جي. وي. هاءِ اسڪول مان ڏنائين. ان کان پوءِ سترهن ورهين جي ڄمار ۾ هندستان کان ٻاهر 'سيلون' هليو ويو. جتان ٻيهر مئٽرڪ فرسٽ ڊويزن ۾ پاس ڪيائين. سيلون ۾ رهڻ وقت ينگ مينس ڪرسچن ائسوسيئيشن جي ڊبيٽنگ سوسائٽيءَ جو سيڪريٽري ٿي رهيو. جنهن سوسائٽيءَ مان سيلون جي ڪيترن سياستدانن ۽ مدبرن تربيت حاصل ڪئي.

حشو ڪيولراماڻي، ان کان پوءِ 1935ع ۾ انگلنڊ ويو. جتي آڪسفرڊ يونيورسٽيءَ ۾ 'آئي. سي. ايس' پڙهڻ لاءِ ويئو بعد ۾ ٻهرين ايروناٽيڪل

سبجيڪٽ پڙهڻ لاءِ ڪنيائين. پر انهيءَ کي اڌ ۾ ڇڏي سياسيات ۽ اڪانامڪس پڙهڻ لڳو ۽ آزاد خيال طبيعت سبب ڪا به ڊگري حاصل نه ڪري سگهيو. لنڊن ۾ رهائش دوران ريڊيڪل (Radical) سوچ وارن جي صحبت ۽ اثر هيٺ سوشلزم طرف ڇڪجي ويو ۽ انگلنڊ جي پورهيت تحريڪ ۾ شامل ٿيو ان زماني ۾ هندستان جي شاگردن 'انڊيا ليگ، لنڊن' ناهي، جنهن ۾ ڪرشنا مينن اڳرو هو ۽ اندرا گانڌيءَ به اُن جي ميمبر هئي. حشو ڪيولراماڻي هن تنظيم جو صدر رهيو. انگلنڊ ۾ رهائش دوران ئي حشو ڪيولراماڻيءَ جي پنڊت جواهر لعل نهروءَ ۽ فيروز گانڌيءَ سان به واقفيت ٿي ۽ هندستان جي آزاديءَ سان تعلق رکندڙ گڏجاڻين ۾ اڪثر شرڪت ڪندو هو.

1939ع ۾ حشو ڪيولراماڻي، انگلنڊ مان واپس موٽي سنڌ آيو ۽ ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي ڪري واپس لنڊن نه وڃي سگهيو. هي ڪراچي مزدور تحريڪ ۽ شاگرد تحريڪ سان لاڳاپجي ويو. سنڌ ۾ شاگرد تحريڪ جو سرڪردو رهيو. جڏهن سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ جي شاگردن پاران ڪراچي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي پليٽفارم تان فين گهٽائڻ ۽ اهي قسطن ۾ وٺڻ جي تحريڪ هلي، ته ان سموريءَ تحريڪ جو روح روان حشو ڪيولراماڻي رهيو. جڏهن ته هو ڪاليج جو شاگرد به نه هو. هن شاگرد فيڊريشن معرفت فين (Fees) جي واڌ خلاف اهڙي زبردست تحريڪ هلائي، جو ايڪڙ ٻيڪڙ وڏن ماڻهن جي ٻارن کان سواءِ ٻين عام شاگردن فين ڀرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. اُن زماني ۾ ڪاليج جو وائيس پريزيڊنٽ هوتچند مولچند گربخشاڻي هو. آخرڪار ڪاليج اختياريءَ کي حشوءَ جي اڳواڻيءَ ۾ شاگردن جي يڪمشتيءَ اڳيان جُهڪڻو پيو. في ڏهه روپيا ٽرم تي گهٽائي وئي ۽ شاگردن کي اها قسطن ۾ ڏيڻ جي سهولت به ملي.

حشو ڪيولراماڻي فرقيوار ذهنيت کان بالاتر هو ٻي مهاڀاري لڙائيءَ کان ترت پوءِ جڏهن هٽلر جي فاشي قدمن جي خلاف جمهوري ۽ ترقي پسند قوتن گڏجي آواز اُٿاريو، ته حشو ڪيولراماڻي به پنهنجن ساٿين: قاضي مجتبيٰ (پورهيت اڳواڻ)، سنتوش ڏرماڻي ۽ پريتم ٽهلراماڻيءَ (شاگرد اڳواڻن) سان گڏجي، جنگ جي خلاف ڪراچيءَ ۾ مزدورن ۽ شاگردن جو هڪ وڏو جلوس ڪڍرايو. جنهن ۾ ڪراچي اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي ميمبرن کان سواءِ هاري، مزدور، مهاڻا ۽ ڪانگريسي به وڏي تعداد ۾ شامل هئا. احتجاجي ماڻهن جي هٿن ۾ انگريزن جي خلاف وڏا وڏا پوسٽر هئا. هي شاهي جلوس ڪراچي ميونسپل بلڊنگ کان شروع ٿي خالقڏني هال وٽ ختم ٿيو حشو ڪيولراماڻيءَ انگريز شاهيءَ جي خلاف ۽ ملڪ جي آزاديءَ جي حمايت ۾ انتهائي جوشيلي تقرير ڪئي، جنهن کان متاثر ٿي، ٻئي ڏينهن مسٽر تاراچند لعلواڻيءَ 'ڪراچي گزيٽ' ۾ لکيو ته: "حشوءَ ان ڏينهن ڪراچيءَ کي ماسڪو بڻائي ڇڏيو هو." ڪجهه ڏينهن بعد سندس گهر جي تلاشي ورتي وئي ۽ کيس گرفتار ڪيو ويو. سندس گهر مان لينن جا اردوءَ ۾ ترجمو ٿيل ڪتاب لڌا ويا، جڏهن ته حشوءَ کي اردو نه ايندي هئي، پر ڪن سرڪاري جاسوسن اهي ڪتاب سندس گهر ۾ ڦٽا ڪيا هئا. حشوءَ جي هيءَ گرفتاري سيپٽمبر 1940ع ڌاري ٿي. پهرين کيس ڪراچي جيل ۾ رکيو ويو ۽ پوءِ سکر جيل ۾ بدلي ڪيو ويو ۽ ڏيڍ سال (1941ع تائين) جيل ۾ رهيو. مشهور انقلابي شخصيت پرچي وديارٿيءَ، حشوءَ جي آزاديءَ لاءِ سکر ۾ وڏو جلوس ڪڍرايو. جنهن ۾ هزارين ماڻهو شامل هئا ۽ اهو جلوس ڏيڍ ميل ڊگهو هو.

حشو ڪيولراماڻيءَ جا سنڌ ۾ سائين جي. ايم. سيد، مزدور اڳواڻ نارائڻ داس بيچر ۽ محمد امين کوسي سان سڀ کان وڌيڪ گهاٽا ۽ ويجها تعلقات هئا.

حشو ڪيولراماڻيءَ کي 1942ع ۾ هڪ پيرو وري فوجي ماڻهن سان لهه وچڙ جي ڪوڙي شڪ ۾ ٻه مهينا جيل ۾ رکيو ويو. حشو ڪيولراماڻيءَ 1942ع ڌاري سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جوڙي، جنهن ۾ پريتم ٽهلراماڻي ۽ سنتوش ڏرماڻي هن جا ساٿي رهيا. شاگردن ۽ نوجوانن مان ڪيترن تي سندس صحبت ۽ جديد سماجوادي ۽ قومي خيالن جو وڏو اثر پيو. اهڙن نوجوانن ۾ سوڀو گيانچنداڻي، ارجن شاد، ڪرشن کٽواڻي، ڪيرت ٻاٻاڻي ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا. هن سوڀي گيانچنداڻيءَ ۽ ڪرشن کٽواڻيءَ سان گڏجي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي سلسلي ۾ سڄيءَ سنڌ جو گشت ڪيو.

ننڍي ڪنڊ جي ورهاڱي کان پوءِ حشو ڪيولراماڻي، ڪجهه عرصو سائين جي. ايم. سيد سان گڏجي سنڌين جي حقن لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو ۽ ساڻس قومي سياست ۾ همخيال رهيو. سائين جي. ايم. سيد، حشو ڪيولراماڻيءَ کي پنهنجي تحريرن ۾ پنهنجو 'سياسي استاد' سڏيو آهي، جڏهن ته حشو ڪيولراماڻيءَ، سائين جي. ايم. سيد کي پنهنجو 'سياسي استاد' ۽ پاڻ کي سندس 'ادبي استاد' سڏيو آهي *(حوالو: اڄ پڻ ڇڪيم ڇاڪ: جي. ايم. سيد)*. هن 1948ع ڌاري سائين جي. ايم. سيد کي سندس مشهور ڪتاب 'نئين سنڌ لاءِ جدوجهد' لکڻ ۽ ترتيب ڏيڻ سان گڏ اُن جي انگريزي ترجمي 'Struggle For New Sindh' تيار ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. هن ڪجهه عرصو هڪ ماهوار مخزن "پاڪستان ٽائيمس" به جاري ڪئي. حشو ڪيولراماڻيءَ جي سرگرمين ۽ وجود کي پاڪستان جي نَوَن حڪمرانن پنهنجين پاليسين لاءِ خطرناڪ سمجهي، کيس 1949ع ۾ چارج شيٽ ڏيڻ کان سواءِ ئي ڏهه مهينا جيل ۾ رکيو ۽ کيس مجبور ڪيو ته هو سنڌ ڇڏي وڃي. حشو ڪيولراماڻي، انهن محب وطن ماڻهن مان هو، جن پنهنجو ديس سنڌ، ڪنهن به صورت ۾ ڇڏڻ نه ٿي گهريو. پر کيس جيل ۾ رکي، مٿس الزام مڙهي، کيس زوريءَ سنڌ بدر ٿيڻ تي مجبور ڪيو ويو.

سنڌ جو قومي شاعر شيخ اياز حشو ڪيولراماڻيءَ جي سوچ ۽ خيالن کان ڪافي متاثر هو. ڪراچيءَ ۾ رهائش دوران هو ٻئي راتين جون راتيون سياست ۽ ادب تي ڳالهائيندا هئا. شيخ اياز پنهنجي ڪتاب 'ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون' ۾ لکيو آهي ته: "ٽي شخص آهن، جن منهنجي ننڍيءَ عمر ۾ تربيت ڪئي آهي، ۽ جي مان اُنهن سان نه ملان ها ته مان، مان نه هجان ها، ۽ اُهي آهن: حشو، سوڀو ۽ ابراهيم (جويو). انهن سان منهنجي عقيدت ۽ محبت ائين رهي آهي، جيئن روميءَ جي شمس تبريز سان رهي هئي. اِهي ٽي ماڻهو آهن، جي مون کان جيوَن جي ليکي چوکي وٺڻ جا حقدار آهن." (ص 48_147). شيخ اياز جي هن راءِ مان سنڌ جي هن عظيم فرزند حشو ڪيولراماڻيءَ جي ادبي ۽ سياسي قد ڪاٺ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. سنڌ ۾ حشو ڪيولراماڻي، محمد ابراهيم جويو ۽ شيخ اياز، سچا 'رائِسٽ' (Rioist)

هئا. حشو، نندي ڪنڊ جي وڏي مفڪرايم. اين. راءِ سان لنڊن ۾ مليو هو ۽ اُن کان فڪري طرح ڪافي متاثر هو.

جڏهن حشوءَ کي سنڌ ڇڏڻ تي مجبور ڪيو ويو ۽ هن عارضي طرح ڀارت لڏي وڃڻ جو ارادو ڪيو هو ته شيخ اياز، ڪيس ڪراچي هوائي اڏي تي الوداع ڪرڻ ويو هو. شيخ اياز لکيو آهي ته: ”مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي ته ڪيئن مان حشوءَ کي هوائي جهاز تي چڙهي، موٽي برنس باغ ۾ آيو هوس ۽ بئنچ تي ڦان ٿي ڪِريو هوس.“ *(جل جل مشعل جل، جنوري 1968ع، ص 24_25).*

ڀارت ۾ لڏي وڃڻ کانپوءِ حشو ڪيولراماڻيءَ، اخبار نويسيءَ جو پيشو اختيار ڪيو. 1950ع جي ڏهاڪي ۾ جڏهن سنڌي لپي (عربي-سنڌي لپيءَ) جي بحاليءَ ۽ سنڌي ٻوليءَ کي ڀارتي آئين ۾ شامل ڪرائڻ لاءِ تحريڪ هلي ته حشو ڪيولراماڻيءَ ان ۾ سرگرم حصو ورتو. ان ڏس ۾ سنڌو سماج دهليءَ جي زير سايي، سنڌي هلچل جي اڳواڻي حشو ڪيولراماڻيءَ ڪئي، جنهن ۾ هيم ناگواڻي، شنيوجئسنگهاڻي ۽ ٻيا سندس ساٿي رهيا. 1957ع ڌاري ٿيل ’سنڌي ٻولي ڪنوينشن‘ جي وقت حشو ڪيولراماڻي، ’سنڌو سماج دهليءَ‘ جو صدر هو ۽ هن ان ڪنوينشن ۾ جيڪو تاريخي ڪردار ادا ڪيو، اهو سنڌيت جي هلچل جي تاريخ ۾ هميشه ياد رهندو. هن ڪنوينشن ۾ هن هندستان جي پريزيڊنٽ راڌا ڪرشن کي دعوت ڏئي گهرايو هو. اڳتي هلي حشو ڪيولراماڻيءَ ’سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا‘ جي ساٿين سان گڏجي سنڌيت جي ڦهلاءَ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي تسليميءَ لاءِ جدوجهد ۾ وڏو ساٿ ڏنو.

حشو ڪيولراماڻيءَ جي سنڌ ۾ رهائش دوران توڙي سنڌ مان لڏي وڃڻ کان پوءِ هند مان به سائين جي. ايم. سيد سان خط و ڪتابت جو سلسلو جاري رهيو. سندس 20 خط، سائين جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب ’اڄ پڻ چڪيم چاڪ‘ ۾ ڏنا آهن. جيڪي حشو ڪيولراماڻيءَ ڪيس 1948ع کان وٺي آگسٽ 1966ع تائين لکيا هئا. حشو ڪيولراماڻيءَ سنڌي هندن جي لڏپلاڻ ۽ بحاليءَ جي معاملن، پاڪستان ۽ هندستان جي سياسي صورتحال ۽ باهمي ويڇن بابت انگريزي اخبارن ۾ ڪيترائي ڪالم لکيا، جن کي هن ترتيب ڏئي، اڳتي هلي ڪتابي صورت ۾ Pakistan Exrayed جي نالي سان ڇپرايو هو. حشو ڪيولراماڻي، نه رڳو سنڌيءَ جو سٺو ڪهاڻيڪار هو پر هن ڪيترين سنڌي ڪهاڻين جو انگريزيءَ ۾ ترجمو به ڪيو هو جن کي اڳتي هلي مشهور اديب نبي بخش کوسي ”Sindhi Short Stories“ جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو هو هن ڪتاب ۾ سنڌ جي ناميارن ڪهاڻيڪارن: امر لعل هنگوراڻي، تيرٿ وسنت، محمد ابراهيم جويي، سوڀي گيانچنداڻي، سُندري اتمچنداڻي، آنند گولاڻي، جمال ابڙي، ڪيرت ٻاٻاڻي، اي. جي. اُتم، ڪلا پرڪاش، سُگڻ آهوجا، غلام رباني آگري ۽ امرجليل جون ڪهاڻيون شامل آهن.

1963ع ۾ جڏهن شيخ اياز ۽ رشيد ڀٽي دهليءَ ويا هئا ته دوستن جي محفلن ۾ شيخ اياز، حشوءَ جا پير پڪڙي چيو هو ته:

I owe half my existence to Hashu. (منهنجو اڌ وجود، حشوءَ جي ڪري آهي.) اياز جي حشوءَ سان اها آخري ملاقات هئي.

سنڌ ۾ ته حشو ڪيولراماڻي پرڏجڻ جي قيد ۾ ڦاسڻ کان پيو ڇرڪندو هو پر هند ۾ وڃي گهر گرهستي وارو ٿيو ۽ سرلا آهوجا سان شادي ڪيائين، جنهن عورت سان شاگرد هلچل ڪراچيءَ دوران سندس سنيهه جڙيو هو. اولاد صالح هئڻ ڪري ڪيترو عرصو خوش زندگي گذاريائين. سندس پٽ گُل، مصوريءَ جي دنيا ۾ وڏو نالو ڪيو.

دهليءَ ۾ رهائش جي ٿورن سالن کان پوءِ، حشو اتان ڇڏي اچي بمبئيءَ ۾ وَسيو پر سنڌي هندن جي بدحالي، وطن جي وڇوڙي ۽ ڀارت ۽ پاڪستان جي حڪومتن جي هڪٻئي سان دشمنيءَ واري روَيي، هن مفڪر شخص جي دل ۽ ذهن تي وڏو اثر ڪيو هو ۽ سندس ذهني ميزان بگڙي ويو هن جي دل ۽ دماغ جي حالت اهڙي وڃي بيٺي، جو هو ڪيترين اهڙين ڳالهين ڪندو هو جن ۾ هن جو سپرايگو (Super Ego) شامل هوندو هو هو شراب نوشي ۽ رولاڪيءَ جي زندگيءَ جو عادي ٿي ويو هو وٽس الهاس نگر ۾ رات گذارڻ لاءِ ڪو گهر نه هوندو هو ته هو مساڻ ۾ وڃي سمهندو هو جي ڪو هن کان پڇندو هو ته هوائين ڇو ٿو ڪري ته چوندو هو: ”نيٺ ته اتي ئي وڃڻو آهي“ (سر لوهيڙا ڳيپا: شيخ اياز، ص: 153). حشو علامه آءِ آءِ قاضيءَ جو به دوست هو هن رولاڪيءَ واري دور ۾ علامه آءِ آءِ قاضيءَ کي هڪ خط، پنهنجي مزار جي ڪتبي لاءِ لکيو هو ته:

”هتي اُهو ماڻهو رکيل آهي، جن ڪيس گهڻو پيار ڪيو ٿي، اُنهن کان پڇي ويو اُن ڳالهه جي ڳولا لاءِ، جنهن جو ڪيس پاڻ پتو نه هو.“

1970 واري ڏهاڪي جي هڪ طوفاني برساتي رات ۾، حشو ڪيولراماڻي اوچتو گم ٿي ويو ۽ اڄ سوڌو سندس خبر نه پئجي سگهي آهي ته سندس موت ڪيئن ٿيو حشو جيڪو پاڻ کي ’واٽيو‘ (واپاري) نه پر ’جت‘ چوڻ تي فخر محسوس ڪندو هو اُن جي نه ڪا مزار آهي نه سماڌي، هُو بي نام فضائن ۾ گم ٿي ويو.

حشوءَ جي دوست شيخ اياز مٿس هڪ نظم لکيو هو، جيڪو سندس ڪتاب ’ڇوليون ڇوليون سمنڊ جون‘ (ص: 272) ۾ ڇپيل آهي:

الهاس نگر جي تيز هوا،
ڪنهن وقت حشوءَ کي ڳولي ٿي ...!

**حضرت ابراهيم عليه السلام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب خدا تعاليٰ جي پيغمبر حضرت ابراهيم عليه السلام جي زندگيءَ تي لکيل آهي، جيڪو نامياري ليکڪ اخلاق حسين جي ڪتاب جو ترجمو آهي، جنهن جو سنڌيڪار محمد ايوب انصاري آهي، هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو آڪٽوبر 2009ع ۾ مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. ڪتاب ۾ الله جي نبي حضرت ابراهيم خليل الله جي سيرت پاڪ نهايت معنيٰ خيز انداز ۾ پيش ڪئي وئي آهي. رنگين ۽ پڪي جلد سان 265 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 140 روپيا آهي.

**حضرت بابا بُلهي شاهه** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور صوفي شاعر ۽ بزرگ حضرت بابا بُلهي شاهه رحه جي سوانح ۽ سندس چونڊ ڪلام تي مشتمل آهي، عبدالجبار ’عبد‘ مرتب ڪيو آهي. ڪتاب ۾ فهرست کانپوءِ هڪ صفحي تي بُلهي شاهه جي شبيهه ڏنل آهي. ڪتاب جو مهاڳ نوجوان ليکڪ وحيد محسن ۽ پيش لفظ عبدالجبار ’عبد‘ جو لکيل آهي.

ڪتاب ۾ حضرت بُلهي شاهه جي تفصيلي سوانح حيات ڏني وئي آهي، جنهن کي هيٺين بابن ۾ ورهايو ويو آهي: (1) حضرت بابا بُلهي شاهه، خاندان ۽ ولادت، (2) ننڍپڻ، (3) اُچ شريف مان لڏي وڃڻ، (4) حليو، تعليم ۽ تربيت، (5) بُلهي شاهه جي اُستاد حافظ غلام مرتضيٰ جو مختصر تعارف، (6) قصور شهر جو مختصر تعارف، (7) خواب ۾ پنهنجي خاندان جي وڏي ڏاڏي سان ملاقات، (8) مرشد وٽ حاضري، (9) بلهي شاهه جي مرشد شاهه عنايت قادريءَ جو مختصر تعارف، (10) مرشد طرفان عبادت ۽ رياضت جو حڪم ۽ پانڊوڪيءَ ۾ واپس اچڻ، (11) سک سپاهيءَ کي پانڊو خان جي ماڻهن کان ڇڏائڻ، (12) چوڌري پانڊو ۽ ڀين جو بُلهي شاهه کي واپس آڻڻ لاءِ دفتوه وڃڻ، (13) ڳوٺ پانڊوڪيءَ جو سکن جي هٿان تباهه ٿيڻ، (14) مرشد طرفان قصور وڃڻ، (15) رُٺل يار کي پرچائڻ لاءِ گواليار جو سفر اختيار ڪرڻ ۽ مرشد سان محبت، (16) بُلهي شاهه جي ڪلام ۽ سوانح بابت ڪتاب، (17) وفات بُلهي شاهه جي شاعريءَ تي هڪ نظر، (18) بُلهي شاهه جي ڪلام ۾ قرآن پاڪ جي آيتن جو ترجمو. ان کان سواءِ ڪتاب جا ماخذ بہ ڄاڻايل آهن. ڪتاب جي آخر ۾ حضرت بُلهي شاهه جو چونڊ ڪلام ڏنو ويو آهي، جيڪو ڪافين، ڏوهيڙن، سہ حرفين، ڳنڍ، اَٺَ وارَ ۽ ٻارهن مهينا جهڙين صنفن وغيره تي مشتمل آهي. 121 صفحن تي مشتمل، پڪي جلد سان ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 25 رپيا آهي، جنهن کي منظور بڪ اسٽور شڪارپور 2001ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.




**حضرت بلال بانگو** رضہ (ڪتاب): هي ڪتاب رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جي اصحابي حضرت بلال رضہ جي زندگيءَ جي احوال تي مشتمل آهي. ڪتاب جو ليکڪ ناميارو عالم مولانا محمد قاسم سومرو آهي. ليکڪ هن ڪتاب ۾ حضرت بلال رضہ جي سوانح حيات ۽ اسلام جي پهرين مؤذن هئڻ جو تذڪرو پيش ڪيو آهي. سادي ۽ سلوڻي ٻوليءَ ۾ تصنيف ٿيل هن مجموعي کي ننڍن ننڍن عنوانن ۾ ورهائي ترتيبوار مواد سان سهيڙيو آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو روشني پبليڪيشن 2010ع ۾ ڇپايو آهي. 213 صفحن تي مشتمل پڪي جلد ۽ رنگين ٽائٽل واري هن ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي. هي ڪتاب 'حضرت بلال رضہ' عنوان سان مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور پڻ ڇپرائي پڌرو ڪيو آهي.




**حضرت پير محمد راشد** (روضي ڌڻي) **۽ ان جون علمي، ادبي ۽ روحاني خدمتون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور ليکڪ خان محمد لاڙڪ جي پي. ايچ. ڊي جي ڊگريءَ لاءِ لکيل مقالو آهي، جيڪو هن علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي نگرانيءَ ۾ لکيو هو. هن ڪتاب ۾ روضي ڌڻيءَ جي حسب نسب، زندگيءَ جي احوال، ديني، روحاني، علمي، ادبي ۽ سياسي خدمتن تي تفصيلي روشني وڌل آهي. ڪتاب ٽن ڀاڱن تي مشتمل آهي ۽ هر ڀاڱي ۾ ٽي بابت ڏنل آهن. هي ڪتاب روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري، 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. چار رنگي ٽائٽل ۽ پڪي جلد سان 363 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 240 روپيا آهي.




**حضرت خواجہ غلام فريد** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب صوفي بزرگ ۽ شاعر خواجہ غلام فريد جي سوانح حيات ۽ سندس چونڊ ڪلام تي مشتمل آهي، جنهن کي ليکڪ عبدالجبار 'عبد' سهيڙي ڪتابي شڪل ڏني آهي، ڪتاب منظور بوڪ اسٽور، شڪارپور پاران سن 1997ع ۾ شايع ٿيو آهي. ڪتاب جي ڇپائي ڪتابت جي صورت ۾ ٿيل آهي، جنهن جو ڪاتب عبداللطيف پٺو آهي. ڪتاب جي ٽائيٽل تي غلام فريد رح جي مزار جي رنگين تصوير ڏنل آهي. پڪي ٻائني واري جلد ۾ 128 صفحن تي مشتمل هن ڪرائون سائيز جي ڪتاب جي قيمت 25 روپيا آهي.

**حضرت قلندر لعل شهباز** (ڪتاب): حضرت شهباز قلندر جي سوانح جي موضوع تي لکيل هن ڪتاب جو ليکڪ ميمڻ عبدالمجيد سنڌي آهي. هن ڪتاب ۾ قلندر لعل شهباز جي حياتي، سيوهڻ شريف جي تاريخي پسمنظر، تصوف جي تاريخ، سهروردي سلسلي، چشتي سلسلي، قلندري مسلڪ ۽ مٽيءَ جي مفهوم ۽ قلندر لعل شهباز جي شاعريءَ سميت قلندر جي يادگارن تي معلوماتي مواد سهيڙيو آهي. ان کان سواءِ ڪتاب ۾ قلندر لعل شهباز جي همعصرن، طالبن ۽ فيض يافتہ مريدن جو پڻ تذڪرو ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ ڪل 10 باب آهن. ڪتاب جي 'بہ اکر' واري نوٽ ۾ مصنف لکيو آهي تہ: "حضرت قلندر لعل شهباز رح بابت تاريخن ۽ تذڪرن ۾ مواد گهٽ ٿو ملي، ان هوندي بہ کوجنا ۽ جستجو ڪانپوءِ جيڪو مواد مليو آهي ان کي سنواري سينگاري پيش ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ بدر ڌامراهي لکيو آهي. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز ۾ 221 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب روشني پبليڪيشن ڪنڊياري 2007ع ۾ ڇپرايو آهي، جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي.




**حضور بخش 'صوفي'**: مشهور اديب، هاري ۽ قومپرست اڳواڻ. حضوربخش 'صوفي' 1950ع ڌاري جهوڪ شريف، ضلعي ٺٽي ۾ پيدا ٿيو. پاڻ صوفين جي سرتاج حضرت صوفي شاهه عنايت شهيد رح جي خاندان مان ائين سجاده نشين صوفي غوث بخش جو ڏوهٽو آهي، جڏهن تہ ناٺون سجاده نشين صوفي عبدالستار سندس ماموهو. صوفي حضوربخش پرائمري تعليم سنڌي ڇهہ درجا

پڙهيو. هي فائنل جي تياري ڪري ئي رهيو هو ته ان سال فيلڊ مارشل ايوب خان سنڌي فائنل جو امتحان ختم ڪري ڇڏيو. ان ڪري هو فائنل پاس ڪري نه سگهيو. صوفي حضور بخش 1969ع ۾ نيشنل عوامي پارٽيءَ جو ميمبر ٿيو. 23 سالن جي عمر ۾ 1973ع ڌاري هن پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ يونين ڪائونسل جهوڪ جو صدر بڻيو. 1975ع کان هن لکڻ جي شروعات ڪئي. سندس پهريون مضمون 'شاهه عنايت شهيد' عنوان سان روزانه هلال پاڪستان اخبار ڪراچيءَ ۾ شايع ٿيو. هن جي انقلابي طبيعت سبب جلد ئي کيس پيپلز پارٽيءَ مان ڪڍيو ويو ۽ روزانه هلال پاڪستان جي تعلقي ميرپوري بٺوري جي نمائندگيءَ تان به کيس هٽايو ويو.



سندس هڪ تصنيف 'شاهه عنايت شهيد' 1980ع ۾ شايع ٿي، جنهن کان پوءِ 'قومي خودمختياري ۽ پليجو' ۽ 'هاري رپورٽ' ڪتاب لکي شايع ڪرايائين. هن پنهنجن ٻين سياسي رفيقن، قاسم پٽ، لڪومل لوهاڻي، عمر خشڪ ۽ ٻين سان گڏجي 1978ع ۾ 'سنڌ نيشنل ڪانگريس پارٽيءَ' جو بنياد وڌو. 1980ع ۾ سنڌ هاري ڪميٽيءَ جو مرڪزي جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو.

1983ع ۾ جنرل ضياء الحق جي مارشل لا خلاف ايم. آر. ڊيءَ دوران ٺٽي جي مارشل لا ڪورٽ کيس ڏهن ڪوڙن ۽ ٻن لک روپين ڏنڊ سان گڏ هڪ سال جي سزا ٻڌائي ۽ هو سنڌ جي مختلف جيلن ۾ قيد رهيو. هارين جي حقن جي حمايت سبب کيس جاگيردارن جي عتاب جو شڪار ٿيڻو پيو ۽ خاندان جي بزرگن سندس سماجي بائيڪاٽ ڪيو، جيڪو اڃا تائين جاري آهي.

صوفي حضور بخش 'صوفي شاهه عنايت شهيد' عنوان سان هڪ تفصيلي ڪتاب 2007ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچيءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪيو. هو مختلف سنڌي اخبارن عوامي آواز، ڪوشش، هلال پاڪستان، سنڌ، ۽ رسالن ۾ مسلسل لکندو رهندو آهي ۽ هن وقت جيئي سنڌ محاذ جو جنرل سيڪريٽري آهي، جنهن جو سربراهه سرور سهتو آهي.

**حضور بخش گوپانگ**: نامور اداڪار حضور بخش ولد ميرل گوپانگ دادوءَ ۾ ڄائو. شاگرديءَ واري دؤر کان اسٽيج ڊرامن ۾ ڪم ڪرڻ لڳو ۽ سؤ کن اسٽيج ڊرامن ۾ ڪم ڪيائين. 1981ع کان مزاحيه اداڪاري ڪيائين ۽ 1998ع کان ٽي وي ڊرامن ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. ڪيترين سنڌي فلمن کانسواءِ پشتو فلم 'خورين زليفن' سميت ٻين ڪيترين فلمن ۾ ڪم ڪري چڪو آهي. پي ٽي وي ڊرامن: 'سوال'، 'ڏيڻ'، سميت اردو ڊرامن 'جال'، 'برگر فيملي' ۽ ٻين به ڪيترن ئي ڊرامن ۾ ڪم ڪيو اٿس. هن وقت دادوءَ ۾ رهائش پذير آهي.



**حضوري فوج**: مغل دور ۾ 1001هه/1592ع ۾ بختيار بيگ ترڪمان ڪيترن ئي جابلو ماڻهن، خاص ڪري سميجن ۽ اڙن کي ريجهائي، جاسوسيءَ لاءِ پاڻ وٽ ملازم ڪري رکيو. بختيار بيگ، مغلن پاران سيوهڻ جو عملدار هو. سندس لشڪر ستن حصن ۾ ورهايل هو. جنهن مان واري واري سان هر فوجي هڪ رات ۽ هڪ ڏينهن وٽس حاضر رهندو هو. اها هن جي 'حضوري فوج' هئي. هيءُ نفيرَ ۽ شرناءِ پاڻ وٽ رکندو هو ۽ حڪم ڏئي ڇڏيو هئائين ته جڏهن به هو لانگ بوٽ پائي گهوڙي کي ورائي ته سپاهي به ساڻس گڏ گهوڙن تي سوار ٿين ۽ جڏهن بگل وڄن ته لشڪر جا سيئي سپاهي، منشين جي اشاري کان سواءِ ٽن ڏينهن جو پٽو پاڻ سان گڏ کڻي وَهٽن تي لانگ ورائين. سندس فوجين کي هدايت ڪيل هئي ته ڪو به ٻيو ماڻهو لشڪر سان گڏ سوار ٿيڻ جي جرئت نه ڪري. هيءُ سپاهه گري جي اهڙي نرالي تدبير هئي، جو ڪنهن ٻئي کي ان جي ڪا به ڪَل نٿي پئي. اهڙي حڪمت عمليءَ جي ڪري سندس فوج کي 'حضوري فوج' چيو ويندو هو.

**حفصه** رض: ام المؤمنين حضرت حفصه، رض حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جي چوٿين گهرواري هئي، جيڪا بيبي عائشه رض کانپوءِ سندن نڪاح ۾ آئي. هيءُ حضرت عمر فاروق رض جي ڌيءُ هئي، بيبي حفصه رض هجرت کان ارڙهن سال اڳ پيدا ٿي. هجرت کان اڳ پاڻ حضرت خنيس بن خذافه جي نڪاح ۾ هئي. ٻنهي زال مڙس گڏجي اسلام قبول ڪيو. سندس مڙس خنيس رض بدر جي جنگ ۾ زخمي ٿيڻ بعد مديني ۾ شهادت ماڻي، جڏهن ته حافظ ذهبي ابن حجر ۽ ابن البر مطابق خنيس رض سن 3 هجريءَ ۾ احد جي جنگ ۾ شهيد ٿيو ۽ انهيءَ سال ئي بيبي حفصه رض رسول پاڪ جي نڪاح ۾ آئي. بيبي حفصه رض رسول پاڪ صلي الله عليه وآله وسلم جي وصال کانپوءِ مديني منوره ۾ ئي رهي ۽ 45هه ۾ وفات ڪيائين. سندس جنازي نماز مديني جي والي مردان بن الحڪم پڙهائي. کيس جنت البقيع ۾ دفن ڪيو ويو.

**حفظ الله خان، نواب**: 'تحفة الڪرام' ۾ مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: "نواب ابو نصرت خان جي وفات کانپوءِ حفظ الله خان 1103هه/1691ع ۾ ٺٽي ۽ سيوستان (سيوهڻ) جو حاڪم ٿي آيو. نواب حفظ الله خان سخي امير هو. ولادت رسول (عيد ميلادالنبي ﷺ) جي موقعي تي هزار ماڻهن لاءِ شاهاڻي نعتيه محفل ڪرائيندو ۽ نذر و نياز ڪندو هو. مهمانن جا هٿ خود ڌئاريندو هو.

جنهن وقت شهزادو محمد معزالدين، ميان دين محمد ڪلهوڙي کي ڪچلڻ لاءِ ملتان کان سنڌ ٿي آيو. تڏهن حفظ الله کي سيوستان واري درياهه تي پل ٺهرائڻ جو حڪم مليو هو. هن هڪدم ڪم شروع ڪرايو پر جڏهن ڏٺائين ته شيخ عبدالغني ٺٽويءَ کان اهو ڪم صحيح نٿو ٿي سگهي. تڏهن پاڻ خود بندوبست ڪيائين. انهيءَ ڪم دوران گرميءَ جا ڏهاڙا هئا ۽ نواب حفظ الله سج جي گرمي ۽ تپش سبب بيمار ٿي پيو ۽ انهيءَ بيماريءَ ۾ 1112 هه/ 1700ع ۾ سيوستان ۾ وفات ڪيائين. ٺٽي جي حاڪم جي رهائش وارو قلعو سندس ٺهرايل هو. فصاحت ۽ بلاغت سان شعر چوندو هو. سندس شعر دلپسند هوندا هئا.

**حفظ الله علوي، مير:** شڪارپور جو مشهور بزرگ مير حفظ الله علوي، علوي خاندان جي مؤرث اعليٰ شاهه فقير الله علوي رح جو فرزند هو. شاهه فقير الله علوي، جلال آباد (افغانستان) مان هجرت ڪري ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾ سن 1737ع ۾ سنڌ ۾ آيو ۽ ڪجهه وقت ٺٽي ۾ رهڻ کان پوءِ شڪارپور ۾ اچي رهيو. هن کي 17 پُٽ ۽ 4 نياڻيون هيون. مير حفظ الله علوي سندس پنجون نمبر پٽ هو. هي بزرگ پنهنجي دور جو وڏو عالم، فاضل ۽ اهل الله هو. مير حفظ الله کي چار فرزند ٿيا، جن مان سندس ٽئين فرزند مير فخرالدين کي ٻه پٽ ٿيا. وڏو فرزند مير شاهنواز ۽ ننڍو مير حفظ الله عرف مير علي نواز ٿيو جيڪو سنڌي ٻوليءَ جو مشهور شاعر ۽ عالم هو جنهن جي شاعريءَ جو ڪتاب ’ڪليات علوي‘ ڊاڪٽر عبدالخالق سومري ’راز‘ ترتيب ڏئي ڇپايو آهي. (ڏسو: مير علي نواز علوي، ايندڙ جلدن ۾).

**حفيظ الله ڪوهارو:** چترڪار حفيظ الله ولد حامد الله ڪوهارو، 15 مارچ 1953ع تي ڳوٺ سيڙا ڊورائي، تعلقي ڏوڪريءَ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم پرائمري اسڪول دڙي، ميٽرڪ ڊي. سي. هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي، انٽر ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي مان پاس ڪيائين. ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) پاس ڪيائين. ماسٽر آف آرٽس جي امتحان ۾ سڄي سنڌ ۾ پهريون نمبر ڪنيائين. ڪيس مصوريءَ جو فن ورثي ۾ مليو. سندس والد به تمام وڏو چترڪار هو. هن ننڍپڻ کان ئي پنهنجي والد کان فن جي سکيا ورتي. هن شاهه لطيف جي بيتن تي تمام گهڻو ڪم ڪيو آهي ۽ ڪيترن ئي ڪتابن جا سر ورق به ٺاهيا. سندس فن پارن جون نمائشون 1973ع ڌاري حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج، 1983ع ڌاري پبلڪ اسڪول سکر، 2000ع ڌاري اسڪائوٽ گرائونڊ ڪراچي ۽ پندرهين آڪٽوبر 2003ع تي لاڙڪاڻي ۾ منعقد ٿيون. هيءُ گورنمينٽ پائليٽ سيڪنڊري اسڪول لاڙڪاڻي ۾ ڊرائنگ جي استاد طور فرائض سر انجام ڏيندو رهيو. سندس وفات 18 ڊسمبر 2011ع تي ٿي.



**حفيظ شيخ:** سنڌي ٻوليءَ جي نامور ڪهاڻيڪار حفيظ شيخ جو پورو نالو محمد حفيظ شيخ ولد شيخ غلام رسول هو. هن پهرين ڊسمبر 1931ع تي خيرپور ۾ جنم ورتو. هن پنجاب يونيورسٽيءَ مان صحافت ۾ ايم. اي ڪئي هئي. حفيظ شيخ هڪ عام ماڻهوءَ واري زندگي گذاري، بوٽ پالش ڪيائين، ڪٽملڻ جو دڪان ڪوليائين، فوج ۾ ڀرتي ٿيو، اخبار ۾ نيوز ايڊيٽر طور ڪم ڪيائين. خانبهادر محمد ايوب کهڙي جو پي. اي ٿيو. اي. پي. پي جو نمائندو ٿيو. فيملي پلاننگ کاتي ۾ ڊويزنل انچارج رهيو.



شيخ حفيظ، سنڌي ڪهاڻيءَ جي ٽرينڊ سيٽرن مان هو. غلام رباني آگرو، جمال ابڙو ۽ حفيظ شيخ، سنڌي افساني جي اها ٽمورتي هئا، جن سنڌي ڪهاڻيءَ کي نوان موڙ ڏنا. حفيظ شيخ، شيخ اياز، تنوير عباسي ۽ رشيد ڀٽيءَ جو همعصر هو. هن اياز ۽ تنوير جي سنگ ۾ ’شاگرد‘ رسالي جا ٻه پرچا مرتب ڪيا، جن مان هڪ ’روشن آرا مغل نمبر‘ هو. هو ’نواءِ سنڌ‘ اخبار ۾ 1956ع کان 1957ع تائين نيوز ايڊيٽر به رهيو. 1951ع ۾ ورهاڱي کان پوءِ جڏهن سنڌي ادبي سنگت کي ٻيهر منظم ڪيو ويو ۽ ان جون گڏجاڻيون ميلارام هاسٽل ڪراچيءَ جي ڪمري نمبر 30 ۾ ٿينديون هيون تڏهن حفيظ شيخ ان دور جي بنيادي ميمبرن مان هو. سنڌ جي مشهور تعليمي ماهر دادي ليلاوتي هرچنداڻي، حفيظ شيخ جي والد غلام رسول شيخ جي سڳي سوٽ آهي. حفيظ شيخ جو والد نو مسلم هو ۽ جڏهن حفيظ 15 سالن جو هو ته سندس والد 2 فيبروري 1943ع تي وفات ڪري ويو. حفيظ جي والده شاهه بيگم 21 فيبروري 1959ع تي وفات ڪئي. حفيظ کي 6 ڀينرون ۽ ٻه ڀائر هئا. هن 1 جنوري 1971ع تي ڪلثوم سان شادي ڪئي ۽ شاديءَ کان 10 مهينن بعد 9-نومبر 1971ع تي خيرپور ۾ وفات ڪري ويو. هن کي حيدرآباد ۾ آٽي، اُميدن پرئي جي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. اڄ سندس قبر جو نشان به مٽجي ويو آهي، جو ته سندس اُهي دوست نياز همايونيءَ ۽ ٻيا زنده نه رهيا آهن، جن ڪيس اُتي دفن ڪرايو هو.

حفيظ شيخ جي ڪهاڻين جو هڪ مجموعو ’ساگر جي لهرن تي‘ 1976ع ۾ ڇپيو هو. جنهن جو ٻيو ڇاپو پڻ شايع ٿيو. ان کان سواءِ سندس زندگيءَ، ڪهاڻين، ٻين تحريرن ۽ سندس موت تي همعصرن ۽ دوستن جي تاثراتن ۽ مضمونن تي تفصيلي ڪتاب ’اڇو پکي واءِ ۾‘ جي عنوان سان نالي واري اديب نصير مرزا ترتيب ڏئي، نئون نياپو، سنڌ پبلشنگ هائوس، ڪراچيءَ مان 1997ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. هن جي زندگيءَ تي ناز سنائيءَ جو پڻ هڪ ڪتاب شايع ٿيل آهي.

**حفيظ قريشي[1]:** نامور سياستدان، ايڊوڪيٽ حفيظ قريشي عرف چاچا حفيظ قريشي، هالا پراڻا جي مشهور قاضي خاندان مان، قاضي شفيع محمد جي گهر ۾ 26 جولاءِ 1920ع تي جنم ورتو. اڃا هڪ سال جو مس هو ته سندس والد گذاري ويو. ڪيس ٻه وڏا ڀيئيتا ڀائر قاضي محمد بچل ۽ قاضي فضل الله هئا. والد جي لاڏاڻي سبب سندس سموري پرورش ۽ تربيت وڏي ڀاءُ قاضي محمد بچل ڪئي. هن روايتي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۽ ڀرپاسي ۾ حاصل ڪئي. سيڪنڊري تعليم ٽنڊي باگي هاءِ اسڪول مان ورتائين، جتي سندس هم سبق حاڪم علي زرداري، قاضي يليڏني جو فرزند عبدالرحيم جوڻيجو ۽ قاضي عبدالرحمان قريشي، هالائي رهيا.



حفيظ قريشيءَ ميٽرڪ جو امتحان ممبئي يونيورسٽيءَ مان ڏنو. ان دور ۾ ميٽرڪ جو امتحان ممبئي يونيورسٽي وٺندي هئي. ان بعد بي. اي پڙهڻ لاءِ ممبئي ويو، جتي سندس ملاقات برک دانشور پروفيسر ڪرار حسين سان ٿي، جنهن جي اثر هيٺ غالب ۽ اقبال جي فڪري اُڏام ۽ شاعرانه رمزن کان آگاهه ٿيو. پروفيسر ڪرار حسين جي صحبت ۾ علامه عنايت الله مشرقيءَ جي خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿيو. انهيءَ زماني ۾ پڙهيل

لڪيل ۽ متحرڪ ماڻهو ٻن مڪتبہ فڪرن کان متاثر رهندا هئا. هڪ ٿياسافيڪل سوسائٽي ۽ ٻي علامہ مشرقيءَ جي خاڪسار تحريڪ. ممبئيءَ مان بي. اي ڪري اچڻ کان پوءِ ڪراچي لا ڪاليج مان ايل. ايل. بي ڪرڻ سان گڏ سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ استاد طور پڙهائڻ شروع ڪيائين. انهيءَ زماني ۾ ڪراچي نيويءَ ۾ بغاوت ٿي ۽ ماڻهن جا انبوهہ ٽاور ڏانهن وڌڻ لڳا تہ انهن ۾ حفيظ قريشي ۽ جمال ابڙو بہ شامل هئا. جڏهن سرڪاري اهلڪارن شيلنگ ڪئي ۽ گوليون هلايون تہ هن جمال ابڙي کي پُٺي ڏئي ڀڄڻ بدران پٺئين پير ڀڄڻ جي صلاح ڏني تہ جيئن گولي لڳي تہ پٺيءَ ۾ نہ پر ڇاتيءَ ۾ لڳي.

حفيظ قريشي ايل. ايل. بي جي تعليم مڪمل ڪري، ماستري ڇڏي، آرام باغ وٽ آفيس قائم ڪري وڪالت ڪرڻ لڳو. 1958ع ۾ ڪيس لطيف سان شناسائي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪرائي. فيلڊ مارشل ايوب خان جي مارشل لا جو زمانو هو. ڪراچيءَ کان حيدرآباد سفر دوران ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان ٽرين ۾ ملاقات ٿي، جنهن غالب ۽ علامہ اقبال سان سندس چاهہ ڏسي ڪيس لطيف شناسيءَ کان آگاهي ڏني. اڳتي هلي جي. ايم. سيد کان بہ لطيف شناسي حاصل ڪيائين ۽ سڄي زندگيءَ لطيفي رنگ مٿس ڇڙهيل رهيو. هن جي گفتگو ۽ تقرير ۾ منطق، استدلال، لطيفي لات ۽ قرآن جون آيتون، گڏجي هڪ مؤثر رنگ پيدا ڪنديون هيون. جي. ايم. سيد کيس 'سنڌ جو ابوالڪلام' لقب ڏنو. جڏهن تہ هو قومي تحريڪ ۾ چاچا حفيظ قريشيءَ جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو. هو قومي تحريڪ ۾ ڀهري ونڻ سبب ڪيترا ڀيرا جيل ويو. بينظير ڀٽو جي پهرئين دور (90_1988ع) ۾ هُو جي. ايم. سيد جي سنڌ جي دوري دوران سڪر مان گرفتار ٿيو ۽ سنڌ جي مختلف جيلن ۾ رهيو. حفيظ قريشيءَ جي جدوجهد اڌ صديءَ تي ٻڌل آهي، زمينداري ۽ وڪالت سندس ڪاچ هئا، پر سنڌ جو روشن آئيندو سندس نصب الدين هو. هُو سائين جي. ايم. سيد سان بزم صوفياءِ سنڌ، ائنٽي ونيونٽ فرنٽ، سنڌ متحده محاذ ۾ گڏ رهيو.

1970ع واري ڍاڪي ۾ رسول بخش پليجي سان گڏجي 'سنڌي عوامي تحريڪ' ٺاهيائين، جنهن جو پاڻ صدر ۽ رسول بخش پليجو سيڪريٽري هو. پر پليجي صاحب جا جي. ايم. سيد سان اختلاف ڏسي ڪانئس ڌار ٿي ويو. هن جا شهيد ذوالفقار علي ڀٽي سان بہ واسطا هئا. ساڻس گڏجي سنڌ جو دورو ڪيو هئائين، پر سندس سياست سان اختلاف رکيائين. جڏهن ڀٽو صاحب اقتدار ۾ آيو تہ حفيظ قريشيءَ کي وفاقي وزارت جي آڇ ڪئي ۽ چيو ويو تہ ڪيس سنڌ جي ڪنهن تڪ تان چونڊرايو ويندو تہ هن انڪار ڪري ڇڏيو.

حفيظ قريشي ڪامياب وڪيل هو. انگريزي، اردو، سنڌيءَ تي عبور رکندو هو. پر عربي ۽ فارسيءَ جي بہ سٺي ڄاڻ هيس. هو ڪمال جو حافظو رکندڙ، حاضر جواب، مدبر ۽ معنيٰ خيز گفتگو جو ماهر هو. هو جي. ايم. سيد جو وڏو احترام رکندو هو. پر ساڻس حجتي بہ ڏاڍو هو. ڪڏهن ڪڏهن ذاتي معاملن ۾ ڪيس بہ سڀ ڪجهہ چئي ويندو هو. هو سنڌ جي ڪميونسٽن، خاص ڪري اردودان ڪميونسٽن جو سخت مخالف هو. جيڪي 'انڪارِ وطن' جي فلسفي ۾ يقين رکندا هئا. هُن ناناڻن ۽ ڏاڏاڻن مان بہ شاديون ڪيون، پهرين گهرواريءَ خديجہ قريشيءَ مان ڪيس 7 پٽ ٿيا ۽ هن جي وفات کانپوءِ ٻي گهرواريءَ سيما قريشيءَ مان ڪيس هڪ پٽ ۽ هڪ نياڻي ٿي. سندس نياڻي ۽ اٺ پٽ تعليم يافتہ آهن، جن مان ٻہ گذاري ويا آهن.

حفيظ قريشيءَ کي قدرت اولاد ۽ جائداد سان خوب نوازيو هو. پر هو انهن ٻنهي نعمتن کان انتهائي حد تائين لاپرواهہ رهيو. هي سچار انسان پنهنجي اولاد جي تعليم ۽ تربيت جو سڄو ڪريڊٽ پنهنجي ٻي گهرواريءَ سيما قريشيءَ کي ڏيندو هو. هو قرآن ۽ حديث مان حوالا ڏيئي زمينداريءَ کي قدرت ۽ مذهب جي تعليم جي خلاف ۽ زمين تي فساد ۽ استحصال جو ڪارڻ ثابت ڪندو هو. ان ريت هو سنڌ جي قديم ۽ فطري زرعي پيشي 'جو ڪيڙي سو کائي' واري اصول جو حامي ۽ حمايتي رهيو.

هن 29 جولاءِ 1997ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي. سندس وصيت هئي تہ ڪيس سن ۾ جي. ايم. سيد جي پيرانديءَ کان دفنايو وڃي، پر پوئين ڪيس مخدوم عربي ڏياني عرف شاهہ دياني جي قبرستان ۾ دفن ڪيو، جتي ابدي آرامي آهي.

**حفيظ قريشي**[2]: هالا پراڻا جي مشهور علمي ۽ ادبي خاندان آخوند ساوڻيءَ سان تعلق رکندڙ حفيظ قريشيءَ جو جنم، 8 جولاءِ 1959ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿيو. 



هي عقيلي قريشي خاندان سان تعلق رکي ٿو. سنڌ ۾ سندن وڏو حاجي متين الدين دهليءَ کان اچي هبارين جي دور ۾ آباد ٿيو سندس ڏاڏو حافظ عبدالحق نياآباد، ڪراچيءَ جي لياري واري علائقي جي خيراتي مسجد ۾ درس ڏيندو هو ۽ 1914ع کان 1920ع تائين شهر جو قاضي رهيو. جتي سنڌ سيڪريٽريٽ ۾ سندس والد قاضي عبدالرحمان برٽش آرمي ڇڏڻ کانپوءِ سيڪشن آفيسر ۽ بجيٽ آفيسر ٿي رهيو. ون يونٽ ٽٽڻ کانپوءِ سندس والد پهرين لاهور، پوءِ حيدرآباد، پراڻي وحدت ڪالونيءَ ۾ اچي رهيو. اهڙيءَ ريت حفيظ قريشي، پهريون درجو ڪراچيءَ سر عبدالله هارون جي مدرسي مان پاس ڪرڻ کانپوءِ باقي تعليم حيدرآباد ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جام شوري مان حاصل ڪئي.

هن 1982ع ۾ آرڪيٽيڪچر ۾ ڊپلوما، 1987ع ۾ ائسوسيئيٽ انجنيئرنگ ۾ ٽن سالن جو ڊپلوما سنڌ بورڊ آف ٽيڪنيڪل ايجوڪيشن ڪراچيءَ مان، بعد ۾ 1983ع ۾ پوليٽيڪل سائنس، (1992ع) ۾ ماس ڪميونيڪيشن (2006ع) ۾، سنڌي ادب ۾ ماسٽرس کان علاوه 2003ع ۾ قانون جي ڊگري پڻ حاصل ڪئي. هن جي ابتدائي علمي ۽ ادبي تربيت والده زبيده کان ٿي ۽ سياسي تربيت جا سبق سائين جي. ايم. سيد ۽ پروفيسر سيد ظفر حسن کان حاصل ڪيائين. 1978ع ۾ جيئي سنڌ محاذ ۾ شامل ٿيو ۽ جنرل ضياء الحق خلاف پمفليٽ 'اسان ۽ توهان' ورهائڻ جي ڏوهہ ۾ هڪ سمري ملٽري ڪورٽ نمبر 18 جي ميجر صوفي غلام محمد کيس 15 آڪٽوبر 1981ع تي هڪ سال سخت پورهئي ۽ ڏهن ڪوڙن جي سزا ٻڌائي، جڏهن تہ 7 جنوري 1982ع تي سينٽرل جيل حيدرآباد ۾ نيشنل عوامي پارٽيءَ

لاءِ نهيل جيل جي ڪورٽ جي چوديواريءَ ۾ ڪوڙا لڳايا ويا. 88_1990ع ۾ ڪيس بينظير ڀٽو شهيد ڪوڙن جي سزا جي اعزاز طور نوڪري جي آڇ ڪئي جيڪا هن رد ڪئي. اڳتي هلي هن هڪ سماجي تنظيم سنڌي قومي ساٿ جي هلچل ۾ پنهنجي ڀيڻ فهميده قريشيءَ سان گڏجي ڀرپور نمونو بهرو ورتو. سنڌ ۾ بانڊي ڪيٽ مزدورن جي آجپي واري تحريڪ ڪي هَٿِي ڏني. هن پنهنجي ڀيڻ فهميده قريشي سان گڏ سنڌ جي قومي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو. 90_1988ع جي نسلي فسادن جي متاثر سنڌين لاءِ حيدرآباد ۾ سحرش نگر آباد ڪرايو جنهن لاءِ هي ٻئي ڀاءُ ڀيڻ اڃا تائين قانوني جاڪوڙ ڪري رهيا آهن. هن 1988ع ۾ ٿيل لساني فسادن تي 'ڌرتيءَ ڌڪاڻا' ڊاڪيومينٽري فلم ٺاهي.

ٽنڊي بهاول واري مشهور سانحي ۾ جڏهن قانون لاڳو ڪندڙ اداري جي هڪ ميجر هٿان 10 بيگناهه هارين ۽ پورهيتن جو قتل ٿيو ته حفيظ قريشي ۽ سندس ڀيڻ فهميده قريشي ڳوناڻن سان گڏجي آواز اُٿاريو ۽ ٽنڊي بهاول کان حيدرآباد ۽ حيدرآباد کان ايوان صدر- اسلام آباد تائين لاڳيتو جاکوڙ ڪئي ۽ حڪمرانن پاران انصاف جي رستي ۾ رڪاوٽون وجهڻ تي ٻن ڀينرن حاڪمزادي ۽ زيب النساءِ جي خودسوزيءَ ڪانپوءِ قاتل ميجر ارشد جميل منطقي انجام تي پهتو. اهڙي جاکوڙ جي ڪري رياست پاران قومي ساٿ جي سوين ڪارڪن هارين ۽ ٻين ڪارڪنن سوڌو، حفيظ قريشي، فهميده قريشي، مائي جندو ۽ ٻين تي 19 جڙتو ڪيس مڙهيا ويا، جيڪي 1996ع کان 2000ع تائين هلي پورا ٿيا.

حفيظ قريشي آرٽسٽ هئڻ جي حيثيت ۾ مشاهير سنڌ تي به ڪم ڪيو آهي. هن 2003ع ۾ علامه آءِ آءِ قاضيءَ ۽ ايلسا قاضيءَ جي 18 پورٽريٽن ۽ 2004ع ۾ سن ۾ سائين جي. ايم. سيد جي 18 پورٽريٽن جو نمائُ ڪيو. جڏهن ته مختلف وقتن تي هن سنڌ جي ٻين مشاهيرن، جنرل هوش محمد شيدي، حر تحريڪ جي ڪردارن، محمد صديق مسافر، مولوي احمد ملاح، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، مخدوم شفيق الزمان، ملڪ آگاڻي سميت شيخ مجيب الرحمان، خان غفار خان، بينظير ڀٽو ۽ ٻين جا پورٽريٽ ٺاهيا. هن جو هڪ ڪتاب 'ڪليل خط' 1989ع ۾ ڇپيو. سنڌي ادبي بورڊ ۾ ملازمت دوران مختلف ڪتاب ايڊٽ ڪيا. هن شاعر شهيد غلام رسول مستاني جو مجموعو 'آزادي اعلان اسان جو' ترتيب ڏنو. حفيظ قريشي تحقيقي مقالا به لکندو رهيو آهي. هيءَ سنڌ يونيورسٽي جي جاگرافي شعبي ۾ نقشه نويس آهي.

**حفيظ قريشي(ڪتاب):** نامور سياستدان حفيظ قريشيءَ بابت هن ڪتاب جو سهيڙيندڙ سنڌيءَ جو ناليوارو ليکڪ آزاد قاضي آهي. ڪتاب ۾ آزاد قاضيءَ جي لکيل مقدمي سان گڏ حفيظ قريشيءَ بابت شيخ اياز، جمال ابڙي، عبدالوحيد ڪٽپر، اعجاز منگي، حسن مجتبيٰ، ڊاڪٽر حيدر سنڌي، ابراهيم علواڻي، خاڪي جويي جا مضمون شامل آهن. جڏهن ته ٻئي ڀاڱي ۾ ڇاڇي حفيظ قريشيءَ جون مختلف موقعن تي ڪيل




تقريرون ۽ انٽرويو شامل آهن. ڪتاب جي سرورق تي حفيظ قريشيءَ جي تصوير ڏنل آهي. ڪچي جلد سان 112 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب جي. ايم. سيد فائونڊيشن پاران 2007ع ۾ شايع ڪيو ويو جنهن جي قيمت 60 روپيا آهي.

**حفيظ ڪاردار:** پاڪستان ڪرڪيٽ ٽيم جي اڳوڻي ڪپتان، آل رائونڊر حفيظ ڪاردار 17 جنوري 1925ع تي لاهور ۾ جنم ورتو هن جو اصل نالو عبدالحفيظ هو شروعاتي تعليم اسلاميه هاءِ اسڪول ڀاٽي گيٽ، اسلاميه ڪاليج، گورنمينٽ ڪاليج ۽ ديال سنگهه ڪاليج مان حاصل ڪيائين. اعليٰ تعليم لاءِ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ داخل ٿيو ۽ تعليم حاصل ڪرڻ دوران پاڪستان اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو بنياد وڌائين. ڪرڪيٽ جو شوق تعليم حاصل ڪرڻ



واري زماني دوران ٿيس. 1943ع ۾ ارڙهن سالن جي عمر ۾ نادرن انڊيا طرفان فرسٽ ڪلاس ڪرڪيٽ کيڏڻ لڳو هو ليفٽ آرم سلو بالر ۽ ليگ اسپنر هو هيءُ ڪابي هٿ سان بيٽنگ ڪندو هو هن کي گڏيل هندستان ۽ پوءِ پاڪستان ٻنهي ملڪن جي طرفان راند کيڏڻ جو اعزاز حاصل رهيو. 1940ع ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ جي ڪرڪيٽ ٽيم جو ڪپتان ٿيو 1951ع ۾ ڪپتان جي حيثيت سان ايم سي سي جي مضبوط ٽيم کي شڪست ڏنائين. جنهن جي نتيجي طور پاڪستان کي ٽيسٽ ڪرڪيٽ کيڏڻ جو درجو مليو. 1952ع ۾ ڀارت جي پهرئين سرڪاري دوري تي هن ٽيم جي قيادت ڪئي. هن لکنوءَ جي ٻي ٽيسٽ ۾ پنهنجي ٽيم کي فتح ڏياري. 1952ع کان 1958ع تائين ڪل 23 ٽيسٽ ميچن ۾ هيءُ ڪپتان ٿي رهيو. جنهن دوران پاڪستاني ٽيم سڀني ملڪن کي شڪست ڏني. هن کي شاندار ڪارڪردگي جي اعتراف طور 1957ع ۾ حسن ڪارڪردگي جو صدارتي اوارڊ ڏنو ويو. 1972ع کان 1977ع تائين پاڪستان ڪرڪيٽ ڪنٽرول بورڊ جو صدر رهيو. 1972ع ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي پنجاب اسيمبليءَ جو رڪن منتخب ٿي وزير تعليم مقرر ٿيو ان کان پوءِ سوئزرلينڊ ۾ پاڪستان جو سفير نامزد ٿيو.

هن هيٺيان ڪتاب تصنيف ڪيا: (1) اردو قاعده، (2) Test Status on Trail، (3) Oreen Shadows، (4) Memories of Allrounder.

هيءُ 24 اپريل 1996ع تي لاهور ۾ وفات ڪري ويو.

**حفيظ ڪنير:** ناميارو ليکڪ حفيظ ڪنير، 27 جولاءِ 1964ع تي تعلقي ڪوٽ غلام محمد جي ڳوٺ حاجي عرس ڪالري ۾ جائو سندس والد محمد الياس ڪنير پرائمري ماستر هو. جيڪو الياس 'عاڪف' جي نالي سان لکندو به هو حفيظ ڪنير جا ڏاڏاڻا پارتي گجرات ۾ رهندا هئا. جتان پوءِ لڏي ۽ بعد ۾ ضلعي بدين ۾ اچي رهائش پذير ٿيا. سندس ناناڻا ٿر جي شهر ڇيلهار پرسان هريار ڳوٺ ۾ رهندا هئا. جتي هندو مسلم روايتون ۽ نالا هڪجهڙا هوندا هئا.



جيئن سندس ناني جو نالو حاجي فقير ته نانيءَ جو نالو لاڏ بائي هو. جڏهن ته سندس والده جو نالو چاڳ بائي عرف چاڳان هو.

حفيظ ڪنير، پرائمريءَ جا ٻه درجا ڳوٺ فقير جي ڏوري ۾ پڙهيو ۽ ٽيون درجي جو امتحان ڳوٺ حاجي عبدالله ڪالرو ۾ ڏنائين ته پنجون درجو ڳوٺ شاهه محمد شر ۾ پڙهيو. ان دوران قصن ڪهاڻين جا ڪتاب ۽ 'گل قل' رسالو شوق سان پڙهيو. ثانوي تعليم لاءِ ڪيس ڏاڏاڻي ڳوٺ جي اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو. جيڪو جيمس آباد شهر کان ڪجهه پرپرو هو. اتي ڪيس ادبي ماحول ميسر ٿيو. ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۽ عوامي تحريڪ جي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيڻ لڳو. شروعات ۾ ڪجهه شعر به لکيائين. نائين درجي ۾ (14 سالن جي عمر ۾) سندس شادي ڪرائي وئي ۽ جڏهن هن مئٽرڪ جو امتحان ڏنو ته ڪيس پهريون پٽ اختر ڄائو. والده جي اوچتي وفات ۽ ننڍيءَ عمر جي شاديءَ ۽ اولاد جي ذميوارين ڪيس وقتي طور پريشان ڪيو ۽ هي فرسٽ ايئر ۾ فيل ٿي پيو ۽ انٽر به نه ڪيائين. پر ڪجهه عرصي بعد تلهار لڳ سعيدپور ڪاليج ۾ وري داخل ٿيو. جتي استادن سندس همت افزائي ڪئي. انٽر ڪرڻ کان پوءِ استاد غلام محمد ٽالپر جي مشوري سان هن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ انگريزي ادب شعبي ۾ داخلا ورتائين. اتي هن ڏيهي پرڏيهي ادب، تاريخ ۽ فلسفي جو مطالعو ڪيو ۽ باقاعدي لکڻ شروع ڪيو. سندس لکڻيون 'هلال پاڪستان' مئگزن، ٽه ماهي 'مهراڻ'، ماهوار 'پروڙ'، ڇماهي 'سنڌي ادب' ۽ مختلف اخبارن ۾ شايع ٿيون. يونيورسٽيءَ ۾ تقريري مقابلن، اسٽيج ٽيبلن ۽ ناٽڪن ۾ حصو ورتائين. يونيورسٽيءَ ۾ فلاسافيءَ جي پروفيسر فريد الدين شيخ ۽ تاريخ جي پروفيسر ڊاڪٽر مبارڪ عليءَ سان ويجهڙائي رهيس. يونيورسٽيءَ مان ايم. اي ڪرڻ بعد 8 مهينا هاءِ اسڪول ڪورنگيءَ ۾ استاد ٿيو. ان بعد پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري ٽئي ڪاليج ۾ ليڪچرار ٿيو. 1998ع کان مسلم سائنس ڪاليج، حيدرآباد ۾ اسسٽنٽ پروفيسر آهي.

حفيظ ڪنير پي. ٽي. وي لاءِ ڊراما به لکيا، سندس پهريون ڊرامو 'مور اُڏاڻا مور' 1994ع ۾ نشر ٿيو. ان کان پوءِ 'هٿين گل مينديءَ' ۽ ڪجهه سولو پلي لکيائين ۽ ڊاڪيومينٽريون تيار ڪيائين. گڏوگڏ شاعري ڪندو ۽ ڪهاڻيون به لکندو رهيو. هن مختلف سنڌي اخبارن: ڪاوش، عبرت، تعمير سنڌ، الڪ ۽ سنڌوءَ ۾ عارضي ملازمت به ڪئي ۽ ڪيترا سلسليوار ڪالم لکيا. 2003ع ڌاري پهرئين سنڌي سيٽلائيٽ چئنل ڪي. ٽي. اين جي ابتدائي ٽيم ۾ شامل رهيو. دلچسپ پروگرام پيش ڪيائين ۽ اسڪرپٽ رائيٽر رهيو. ان بعد سنڌ ٽي. ويءَ تي ڪجهه عرصو ڪم ڪيائين. حفيظ ڪنير سنجيده توڙي مزاحيه اصلاحي ڊراما، ڪالم ۽ ڪهاڻيون لکيون آهن. اڄڪلهه ڪاوش ۾ مستقل ڪالم لکي رهيو آهي.

**حق:** حق جي لغوي معنيٰ صحيح، درست، سچو ۽ انصاف تي ٻڌل آهي. صوفي ازم ۾ 'حق' جي معنيٰ ذاتِ حقيقي به ورتي وڃي ٿي. حق لفظ قبل از اسلام جي شاعريءَ ۾ عام آهي، عربن هن کي صدق جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي، الحق جي معنيٰ ثابت، دوامي ۽ حقيقي پڻ بيان ڪئي وڃي ٿي، اهو ئي سبب آهي ته قرآن مجيد جي تفسيرن ۾ هن جي معنيٰ 'الثالث' ورتي وڃي ٿي، انهيءَ ڪري البيضاوي الحق جي معنيٰ 'الله' جي تشريح ڪندي لکي ٿو ته: جنهن جي ربوبيت ثابت ۽ حقيقي هجي. 'صحاح' ۾ حق جي تعريف ڪندي صرف ايترو لکيل آهي ته حق باطل جو ضد آهي ۽ ان جو اهو مفهوم قرآن مجيد ۽ ٻين ڪتابن ۾ لکيل آهي.

حق اسماءُ الله الحسنيٰ ۾ پڻ شامل آهي، حق ان ذات کي چئجي ٿو جيڪا حڪمت جي تقاضائن مطابق شين کي ايجاد ڪري. اسلام کان پهرين به حق جي اها ئي معنيٰ هئي، جيئن ته لبيد جي هن مصرع مان ثابت ٿئي ٿو: ياد رکو: الله کانسواءِ هر شيءِ باطل آهي. حق، الله تعاليٰ جو مناسب ترين نالو آهي. حق جي مٿين معنائن کانسواءِ جتي هن کي الله لاءِ اصلاً ۽ خلق لاءِ ضمناً استعمال ڪيو وڃي ٿو اُتي حق جي معنيٰ فرض جي پڻ آهي، جنهن ۾ حڪم جو تصور شامل آهي. 'حق لي' جو مطلب اهو حق، جيڪو مون کي حاصل آهي ۽ 'حق عليٰ' جو مطلب اهو فرض جيڪو مون تي لاڳو آهي، انهيءَ مان حقوق العباد جي مقابلي ۾ حقوق الله جو تصور پيدا ٿيو. صوفين وٽ سلوڪ جي آخري منزل 'حقيقت' آهي ۽ ان جو مقام معرفت کان گهڻو اڳيان آهي. اهڙيءَ طرح 'حق اليقين' يقين جي آخري منزل آهي، جيڪا اهل حال کي انهيءَ وقت حاصل ٿيندي آهي، جڏهن اهي عين اليقين ۽ علم اليقين کانپوءِ حقيقت ۾ فنا ٿي ويندا آهن. صوفين جي نظر ۾ حقوق النفس اهي امر آهن، جيڪي زندگيءَ جي بقا ۽ قيام لاءِ ضروري آهن. ان جي برعڪس حظوظ النفس اهي شيون، جن جي نفس خواهش ڪري ٿو، پر اهي سندس بقا لاءِ ضروري نه آهن.

امام رازي، حق بابت لکي ٿو ته، حق ان کي چئجي جنهن جو انڪار نه ٿي سگهي، 'تفسير ڪبير' ۾ لکيل آهي ته: "جڏهن ڪو به امر واجب الوجوب ۽ ثابت ٿئي ته ان لاءِ حق الامر جا لفظ استعمال ٿين ٿا. قرآن مجيد ۾ 'حق' لفظ ٻه سئو ستاويهه ڀيرا استعمال ٿيو آهي. *(حوالو: دائره معارف اسلامي)*

**حق اثبات** (ڪتاب): هيءَ سنڌ جي اهل الله صوفي بزرگ 'جاڻڻ چن صادق علي' جي ڪلام جو مجموعو آهي، جيڪو ياور علي ڪاظميءَ ۽ محبت عليءَ ترتيب ڏنو آهي. هيءُ مجموعو جاڻڻ چن ادبي مرڪز حيدرآباد ڇپرايو آهي. ڪتاب جو ٻيو ڇاپو اپريل 2008ع ۾ ڇپيو آهي. ان جو پهريون ڇاپو 1997ع ۾ منظر عام تي آيو. هن ڪتاب ۾ صوفي فقير جاڻڻ چن جي زندگيءَ جي احوال سان گڏ سندس يادگار تصويرن جو البم به شامل آهي. ڪتاب ۾ جاڻڻ چن جو سنڌي ۽ سرائيڪي ٻولين ۾ ڪلام شامل آهي. صوفي جاڻڻ چن مجذوب ۽ صوفي بزرگ هو. سندس ڪلام ۾ حقيقت جون رمزون سرمستيءَ جي عالم ۾ بيان ڪيل نظر اچن ٿيون. هن مجموعي ۾ فقير جاڻڻ چن جي شاعري اعليٰ پايي جي محسوس ٿئي ٿي. ڪتاب جي بيڪ ٽائيٽل تي صوفي فقير جاڻڻ ۽ ڪتاب جي مرتب جو تعارف ڏنل آهي. 283 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 300 روپيا آهي.



**حق الشفاء** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولوي عبدالحق ربانيءَ جو لکيل آهي. ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب ۾ 66 صفحا آهن، جنهن جي قيمت 3 آنا آهي. ڇاپو پهريون، مولوي ميان احمد عباسي، ليٿو پريس ڪراچيءَ مان سال 1933ع ۾ ڇپايو.

**حق اليقين** (ڪتاب): اسلامي تاريخ جي موضوع تي لکيل هن ڪتاب جو ليکڪ علامه سيد محمد باقر مجلسي آهي، جنهن هيءُ ڪتاب فيبروري 1698ع ۾ لکي پورو ڪيو. مصنف هن ڪتاب کي مختلف بابن ۾ ورهايو آهي. پهرين باب ۾ ڏهه فصل آهن جيڪي خداوند عالم جي صفتن بابت آهن. ٻئي باب ۾ صفات سلبيه، باب ٽئين ۾ افعال خدا، چوٿين باب ۾ نبوت حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جو احوال ۽ پنجين باب ۾ امامت تي تفصيلي بحث آهي. ڇهين باب ۾ موت، قيامت، عالم برزخ، قبر، ميزان، جنت ۽ دوزخ جي ورهاست ۽ ان جي حقيقت وغيره جو تفصيل لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ اصحابين پاران اسلام خاطر سٺل مصيبتن جو ذڪر موجود آهي. هن ڪتاب جي لکجڻ کان پوءِ شاهه حسين صفوي هن ڪتاب جا ڪيترا نسخا تيار ڪرائي ايشيا جي سڀني اسلامي رياستن کي ڏنا. هن ڪتاب جا سوين قلمي نسخا ايران جي ڪتب خانن، ايشيا جي مختلف ڪتب خانن سان گڏ لنڊن ۽ انڊيا ۾ موجود آهن. ٽالپرن جي ڪتب خاني ۾ هن ڪتاب جا ٻه قلمي نسخا ۽ سچل سرمست لائبريري ۾ به هن جو هڪ نسخو موجود آهي. هيءُ ڪتاب مدرسن جي ڪورس ۾ لازمي پڙهايو وڃي ٿو. ويجهڙائيءَ ۾ هن ڪتاب جا ڪيترا ئي ڇاپا ايران مان به شايع ٿي چڪا آهن.




**حقاني علي محمد، مولانا**: مشهور عالم، مولانا علي محمد حقاني ولد اميربخش سومرو، 1908ع ڌاري نئون ديرو شهر ۾ پيدا ٿيو. سندس والد مولانا تاج محمود امروٽيءَ جو خصوصي معتقد ۽ مريد هو. سندس والد امير بخش سومرو نئون ديرو کان لڏي اچي سنڌو درياهه جي ڪناري تي آباد عاقل ڳوٺ ۾ اچي آباد ٿيو. مولانا علي محمد حقاني ابتدائي تعليم عاقل ڳوٺ ۾ حاصل ڪئي. فارسيءَ جي تعليم ڳوٺ سنهڙيءَ ۾ مولانا محمد ڪامل کان ڪريما، نام حق، پندنامه، گلستان، بوستان ۽ سڪندرنامه پڙهيائين. ان کان پوءِ ميرو خان ۾ مشهور عالم مولانا خوش محمد وٽ نحو مير، ماية عامل، شرح ماية عامل پڙهيائين. ناليوارو عالم علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، عبدالعزيز پاندوي ۽ جيد عالم مولانا عبدالله چانڊيو به سندس استاد رهيا. ديني تعليم حاصل ڪرڻ بعد آبائي ڳوٺ عاقل ۾ مدرسو کولي درس ۽ تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين. ڇهه ست سال عاقل ۾ درس ڏيڻ بعد خيرپور ميرس جي هڪ ڳوٺ ڪرڙاهه ۾ مدرسو قائم ڪيائين. ان بعد ڳوٺ ٻرهون شاهپور چاڪر ضلعي سانگهڙ، فيض گنج ۽ پڪا چانگ ۾ پڻ درس ۽ تدريس ڏنائين. بعد ۾ عاقل ۾ مدرسو هلايائين ۽ حڪمت جو دواخانو پڻ کوليائين. علي محمد حقاني عربي، فارسي ۽ سنڌي زبان جو وڏو عالم هو. هن لاڙڪاڻي ۾ جامعه اسلاميه اشاعت القرآن والحديث نالي ديني مدرسو قائم ڪيو بعد ۾ 1977ع ڌاري اداري جي توسيع لاءِ شاگردن ۽ شاگردياڻين لاءِ مدرسن جون مختلف شهرن ۾ شاخون کولرايائين. هن مدرسي ۾ هڪ هزار کان وڌيڪ شاگرد ۽ شاگردياڻيون هن وقت زير تعليم آهن، جن جي رهائش ۽ کاڌو پيتو اداري طرفان آهي.



علي محمد حقاني ڪيترو ئي عرصو لاڙڪاڻي ۾ جمعيت علماءِ اسلام ضلعي جو امير به رهيو. هي تحريڪ ختم نبوت ۽ تحريڪ نظام مصطفيٰ جو اڳواڻ به رهيو. سڄيءَ عمر درس ۽ تدريس ۾ گذاريائين. سندس هزارين شاگرد ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ توڙي ملڪ کان ٻاهر دين جي خدمت ۾ مصروف آهن. سندس شاگردن ۾ ڪوئٽا، بلوچستان جو شيخ الحديث مولانا عبدالقادر، مولانا علم الدين خضدار جو مولانا عبدالقادر، قلات جو سيد محمد صديق قابل ذڪر آهن.

هن ڪيترائي سنڌي ديني ڪتاب لکيا ۽ ترجمو ڪيا، جن ۾ آئينده اعتقاد مدلل (سنڌي) ۽ نماز جي مسئلن تي مشتمل نبوي نماز مدلل وڏي مقبوليت ماڻي. هن مسند امام اعظم جو سنڌي ترجمو پڻ ڪيو. ان کان سواءِ سنڌيءَ ۾ قرآن شريف جو تفسير پڻ لکيائين. هي نامور عالم 11 اپريل 2011ع تي وفات ڪري ويو. ڪيس ڇئن پٽن ۽ ٽن ڌيئرن جو اولاد هو. ناليوارو عالم ۽ سينيٽر مولانا ڊاڪٽر خالد محمود سومرو سندس پٽ آهي. سندس نالي سان قائم مدرسو لاڙڪاڻي ۾ ڊاڪٽر خالد محمود سومري جي نگرانيءَ ۾ هلي رهيو آهي.

**حقاني محمد حسن**: ناميارو سياستدان محمد حسن حقاني ولد مفتي عبدالحفيظ حقانيءَ جو جنم 1930ع ڌاري يوپي (ڀارت) ۾ ٿيو. سندس والد آگري جو مفتي اعظم ۽ نامور مصنف هو. هن آگري مان تعليم حاصل ڪئي. 1954ع ۾ پاڪستان آيو ۽ ڪجهه عرصو سرڪاري نوڪري ڪيائين. 1960ع کان 1964ع تائين ڪراچي جي انجمن سيڪنڊري اسڪول ۾ عربيءَ جو استاد رهيو. 1970ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1977ع جي عام چونڊن ۾ پاڪستان قومي اتحاد جي ٽڪيٽ تان قومي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ حصو ورتائين ۽ اڪثريت سان ڪامياب ٿيو.

**حقائق اسلام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مولوي غلام مصطفيٰ دادويءَ جو لکيل آهي. هن ڪرائون سائيز جي ڪتاب ۾ 122 صفحا آهن. ڇاپو پهريون اداره اشاعت اسلام حيدرآباد سال 1944ع ۾ ڇپايو.

**حقائق القرآن** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب قرآن شريف جي فهم ۽ فڪر جي اپٽار، اسلامي تاريخ، اسلام کان اڳ دنيا جي تاريخ ۽ خدا تعاليٰ پاران مختلف قومن ڏي موڪليل نبين جي تعليمات تي مشتمل آهي. ڪتاب جي ليکڪ ڊاڪٽر عبدالرئوف سومري نهايت ئي عرق ريزيءَ سان ڪتاب ۾

مفيد معلومات مهيا ڪئي آهي. مڪي شريف، هيڪل سليماني، بني اسرائيل جي علائقن، ڪعبة اللّٰه، شداد جي بهشت، بنو آرام، بنو سام، سامره ۽ اڪد، حضرت نوحؑ کان اڳ جي مخلوق جي رهائشي علائقن، بابل وغيره جون تصويرون ۽ نقشا ڏنا آهن. ان کانسواءِ ڪتاب ۾ بنو عدنان ۽ بنو ڪهلان جا شجرا بہ ڏنا ويا آهن. ڪتاب ۾ قديم زماني جي اهم ۽ تاريخي يادگار بنو ثمود ۽ بنو عاد قبيلي جي ماڻهن پاران پهاڙن ۾ ٺاهيل جڳهين جي رنگين تصويرن سميت آڳاٽي زماني جي ڪعبة اللّٰه جي تصوير بہ درج آهي. ڪتاب ۾ چوڏهن باب آهن. ڊبل ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل هن ڪتاب جا 4 جلد اپريل 2003ع ۾ ڇپيا آهن، جيڪي سيئي هڪ جيترا اهم ۽ معلوماتي آهن. ان کان سواءِ هن ئي عنوان سان انگريزيءَ ۾ بہ هڪ جلد 2008ع ۾ ڇپيو آهي.




**حق بخشائڻ**: هڪ بد رسم، جنهن موجب ڇوڪريءَ کي سڄي عمر ڪنواري رهڻ لاءِ قرآن شريف جي محابي والدين کي شاديءَ جو حق بخش ڪرڻ لاءِ هڪ تقريب ڪئي ويندي آهي، جنهن کي ڪي ماڻهو قرآن سان شاديءَ جو نالو بہ ڏين ٿا. معنيٰ تہ ڇوڪري قرآن جي نالي تي وڃڻ ڪانپوءِ هميشہ لاءِ شادي نہ ڪندي ۽ ڪنواري رهندي انهيءَ طرح ڪيس ستي ڪري ويهارڻ کي حق بخشائڻ چئبو آهي. هن قسم جي رسم خاص طور وڏن جاگيردار گهراڻن ميرن، پيرن ۽ سيدن ۾ موجود آهي، جنهن جي پويان ملڪيت جي حوس وارو عنصر ڪارفرما هوندو آهي. اسلام ۾ هن قسم جا عمل بدعتون ۽ عظيم گناهہ آهن. پاڪستان ۾ ان عمل جي خلاف تازو هڪ قانون پاس ڪيو ويو آهي انهيءَ قانونسازي موجب حق بخشائڻ، قرآن سان شادي ۽ عورتن تي تشدد تي سخت سزا ۽ ڏنڊ مقرر ڪيو ويو آهي.

**حق موجود** ('تاريخ جو ڪيڏارو': **ڪتاب**): هيءُ ڪتاب نامور اديب يوسف شاهين جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ دنيا جي اوائلي مذهبن ۽ خدائن جي تصور ۽ مذهبن جي نالي ۾ ٿيندڙ انساني جنگين جو احوال آهي. خدا، يڳوان، خدا ۽ آشور، 'اهرمزد' ۽ زيوس خدا جي دور جو ذڪر آهي. ان کانسواءِ گوتم ٻڌ، مترا، جو پيٽر، يسوع مسيح جي دؤر کي بہ بيان ڪيو ويو آهي. ليڪڪ هن ڪتاب ۾ خدا جي وحدانيت تي بہ بهتر انداز ۾ لکيو آهي. پڪي جلد سان، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪُل 204 صفحا آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو نومبر 1996ع ۾ شايع ٿيو، جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي.




**حق مَهر**: حق مهر جي رسم جي پسمنظر تي نظر وجهجي ٿي تہ معلوم ٿئي ٿو تہ قديم وقت ۾ عربستان ۾ شاديءَ جي موقعي تي مڙس، زال جي پيءُ کي رقم ڏيندو هو، جنهن کان سواءِ شادي ٿي نہ سگهندي هئي، ان رقم مان ڪجهہ حصو ڪنوار کي بہ ملندو هو. اڳتي هلي اها رسم، مَهر جي صورت ۾، اسلامي روايتن جو حصو بڻجي وئي. عربستان جي سڪي موجب حق مهر جي رقم گهٽ ۾ گهٽ 10 درهم مقرر ڪئي وئي ۽ نڪاح جو لازمي حصو قرار ڏني وئي. 'صحيح بخاري' ۾ اچي ٿو تہ، لوهہ جي هڪ مُنڊي ڏيڻ سان بہ نڪاح ٿي سگهي ٿو. هڪ حديث موجب حضرت ابو طلحہ رضہ اُمِ سليمؓ کي نڪاح جو پيغام موڪليو تہ اُن ڪيس اسلام قبولڻ لاءِ چيو، جنهن کي ئي هن حق مهر سڏيو. حق مهر جي ادائگيءَ بابت سورة نساءِ ۾ هدايت ٿيل آهي، 'مهر ۾ هڪبئي جي رضامنديءَ سان گهٽ وڌائي ڪرڻ جائز آهي. حق مهر خوشيءَ سان ۽ لازمي طرح ڏيڻ گهرجي.'

حق مهر جا ٻہ قسم آهن: (1) 'مهر مسميٰ'، جنهن ۾ رقم مقرر هوندي آهي، ۽ (2) 'مهر مِثل'، جنهن موجب حيثيت آهر رقم مقرر ڪبي آهي، جنهن ۾ جاءِ، زمين وغيره ڏئي سگهجي ٿي، جيڪا زال جي ملڪيت ٿي ويندي.

حق مهر کي ٻن حصن ۾ ورڇي سگهجي ٿو: (الف) 'مهر معجل'، جنهن جي ادائگي نڪاح وقت ڪئي وڃي، (ب) 'غير معجل'، جنهن جي ادائگيءَ لاءِ محلت ڏني وڃي، اُن کي 'موجل' بہ چئبو آهي.

اسلامي نقطہ نگاهہ کان حق مهر، زال جو مڙس تي قرض آهي. (حوالو ۽ اختصار: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا)

**حُقو**: تماڪ ڇڪڻ لاءِ نڪر، ڪاٺ يا ڪنهن ڌاتوءَ جو ٺهيل حُقو، سنڌي چلم کان، خاص ڪري ڊِڊِر وٽ ويڪر ۾ سوڙهو ٿئي ٿو، پر باقي جوڙجڪ ساڳي اٿس. عام طرح سان حقي جا ٻہ قسم آهن: (1) اهو حقو، جيڪو ننڍي مُڙيل ۽ سخت شيءِ مان ٺهيل نڙ سان، گڏ ڪٽي هلڻ يا هٿ ۾ جهلي ڇڪڻ جهڙو ٿئي. (2) اهو حقو، جيڪو وڏو، ڊگهي ۽ لچڪدار نڙ سان ٿئي، جيڪو گهڻو ڪري هڪ هنڌ رکيل هوندو آهي، جيڪو مرضيءَ سان ڪٿي بہ رکي سگهبو آهي. حقي جا ٽي حصا هوندا آهن: هيٺيون حصو، سڏي تري واريءَ گُگهي جهڙو، جنهن ۾ پاڻي وجهبو آهي،



(2) وچ وارو سوڙهو ۽ جنساري حصو، (3) مٿيون ٽوپيءَ يا ڦُل وارو حصو. ٽوپيءَ يا ڦل جو مٿيون حصو ويڪرو ٿيندو آهي ۽ هيٺيون حصو سوڙهو هوندو آهي. سوڙهي حصي ۾ تماڪ پريو ويندو آهي ۽ پوءِ ان جي مٿان ٽانڊا رکبا آهن، جيڪي تماڪ کي ساڙڻ جو ڪم ڪندا آهن. ٽوپيءَ جي سوڙهي حصي ۾ وري گوءِ پيل هوندي آهي. گوءِ روايتي طرح اينچيءَ جي ڪاني جي ٺهيل ٿئي، پر اها ڪنهن ڌاتوءَ جي بہ ٿي سگهي ٿي. سڙندڙ تماڪ جي ڪوسي ۽ نڪوٽيل ڦوڪ حقي جي سوڙهي حصي مان گذرندڙ گوءِ وسيلي وچي پاڻيءَ پريل ڊِڊِر سان ملندي آهي. ڪن حقن، خاص ڪري ڌاتوءَ مان ٺهيل حقن جو وچون حصو مختلف نمونن سان جنساريل هوندو آهي.

ننڍن حقن جي گوءِ، نڙ سان ٻٽ ملائي هڪ ڏَٽي وسيلي پاڻيءَ واري برتن

جي سوڙهي مُنهن وٽ سوگهي ڦيل هوندي آهي ته جيئن ان مان هوا گذري نه سگهي. انهيءَ قسم جي حقي جو نڙ سخت ۽ ڏيٽي ڪان ٿورو مٿي ٻاهر ڏي مُڙيل، لڳ ڀڳ هڪ ڪان ڏيڍ فوٽ ڊگهو هوندو آهي، جنهن مان پرپور ۽ سولائيءَ سان ڦوڪ ڀري سگهبي آهي. وڏي حقي جو نڙ، حقي جي وچئين حصي ۾ الڳ نهيل ڳڙڪ ۾ ڏٽي وسيلي لڳايل هوندو آهي، جيڪو ڊگهو ۽ لچڪدار هوندو آهي.

حقو اڄ تائين رواج ۾ آهي ۽ دنيا جي ڪافي ملڪن ۾ ڇڪيو وڃي ٿو. سنڌي چلم، جيڪا هن وقت ورلي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، سا حقي ڪان ٽن حوالن سان مختلف ٿيندي آهي: (1) سنڌي چلم جو نڙ هميشه چلم جي وچين حصي ۾ نهيل ڳڙڪ ۾ ڏيٽي وسيلي وجهبو آهي، ۽ اهو وڏي حقي وانگر، گوءِ ڪان الڳ هوندو آهي. (2) سنڌي چلم جو ڍڍر يا پاڻيءَ وارو حصو حقي جي ساڳئي حصي ڪان وڏيڪ ويڪرو هوندو آهي. ان جي چوڌاري ٻاهران هڪ وڌيل ڪنار هوندي آهي، جنهن ۾ ٻه پاڻي وجهندا آهن، ان لاءِ ته جيئن چلم جو ڍڍر ٿڌو رهي. (3) سنڌي چلم چوري پوري يا ڦيرائي ته سگهبي آهي پر ساڻ کڻي هلڻ يا هٿ ۾ جهلي ڇڪڻ لاءِ نه هوندي آهي (وڌيڪ ڏسو: چلم). اڄڪلهه ڪيترن ئي ملڪن سميت پاڪستان جي وڏن شهرن ۾ ڪن هوٽل ۽ فوڊ اسٽريٽس ۾ 'شيشه' نالي حقا رکيا وڃن ٿا. هن ۾ تماڪ بجاءِ مختلف ذائقن ۽ رنگن وارو نشي آور محلول استعمال ڪيو وڃي ٿو ڪي ان ۾ چرس به ملائين ٿا. شيشو پيئڻ سان صحت کي هاڪاري نقصان رسي ٿو. ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي ته اهو سگريٽ نوشيءَ کان ڏهوڻ تي وڌيڪ خطرناڪ آهي. تازو سنڌ اسيمبليءَ ۾ ان خلاف بل به پاس ٿيو. ڇاڪاڻ جو ڪيترا نوجوان ان عادت ۾ مبتلا ٿي صحت بگاڙين ٿا.

**حقوق العباد**: اسلام ۾ حقوق العباد کي وڏي اهميت حاصل آهي. حقوق العباد جو مطلب آهي انسانن جا انسانن تي حَقَ. اسلام ۾ حقوق العباد تي تمام گهڻو زور ڏنو ويو آهي. اسلامي عقيدي موجب قيامت جي ڏينهن پڻ گهڻي پڇا ڳاڇا حقوق العباد بابت ٿيندي. والدين، عزيزن قريبن، مسڪينن، مهمانن، مسافرن، پاڙي وارن ۽ پاڙيسرين سان نيڪ سلوڪ ڪرڻ حقوق العباد ۾ شامل آهن. حقوق العباد ۾ مجلس جا آداب ، گفتگو جا آداب ۽ ملاقات جا آداب پڻ شامل آهن. قرآن پاڪ ۾ آهي ته: "مومن پاڻ ۾ڀائر آهن. پوءِ پنهنجي ٻن ڀائرن جي وچ ۾ٺاهه ڪرايو ۽الله ڪان ڊڄو من توهان تي رحم ٿئي." (سورة حجرات- آيت 10). هن آيت مان معلوم ٿئي ٿو ته الله تعاليٰ سڄي دنيا جي مسلمانن کي هڪ عالمگير برادري قرار ڏنو آهي ۽ مسلمانن جي وچ ۾ ٻي انتها اخوت ۽ رواداري پيدا ڪئي آهي. حقوق العباد بابت حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جون حديثون پڻ ملن ٿيون. اصحابي حرير بن عبدالله بيان ڪري ٿو ته حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم مون ڪان ٽن ڳالهين تي بيعت ورتي هئي. هڪ هيءَ ته نماز قائم ڪندس. ٻي زڪوات ڏيندو رهندس ۽ ٽين هيءَ ته آئون هر مسلمان جو خير خواهه رهندس. حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمائين ٿا ته، حقوق العباد ادا ڪرڻ خدا اڏو بهترين عمل خير آهي.

**حقوق الله**: خدا تعاليٰ جا ٻانهن تي حق، جيئن ان کي وَحده لاشريڪ لهُ ڪري مڃجي ۽ ان جي عبادت ڪجي.

**حقوق الوالدين**: اسلام ۾ انسانن تي والدين جا حق بجا آڻڻ لازم قرار ڏنا ويا آهن. نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جو ارشاد آهي ته: والدين جا حق اولاد تي گهڻا آهن. جيڪڏهن هو ڪنهن جا غلام آهن ته اولاد تي فرض آهي ته انهن کي آزاد ڪرائي. نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن وڌيڪ فرمايو ته: ماءُ ۽ پيءُ جي حقن جي ادائگي روزي، نماز، حج، زڪوات ڪان وڌيڪ اهم آهي ۽ جنهن کي ماءُ پيءُ گهران ڪڍي ڇڏيو اهو جنت ۾ ڪو نه ويندو. هڪ شخص نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين ته: يا رسول الله صلي الله عليه وسلم منهنجا والدين گذاري ويا آهن ان جا حق ڪيئن ادا ڪريان: " ته حڪم ٿيو ته انهن لاءِ نماز پڙهه ۽ دعا ڪر ۽ جيڪا هو وصيت ڪري ويا اها بجا آڻي ان تي عمل ڪر. انهن جي دوستن جي عزت ڪر ۽ انهن جي ويجهن ماڻهن سان مروت ڪر".

**حقوق الوالدين (ڪتاب)**: هيءَ ڪتاب اديب ۽ شاعر مولابخش 'مسڪين' يُٽي جو لکيل آهي. جون 1928ع ۾ مسٽر خوبچند پبلشر ۽ تاجران ڪتب شاهي بازار، شڪارپور طرفان ڇپيل آهي. هن ڪتاب جي ڇپائي ڪتابت ٿيل آهي ۽ ان جو ڪاتب محمد عبدالعزيز مڪراني، خوشنويس لاهور وارو هو. هي ڪتاب 'رفاه عام اسٽيم پريس، لاهور' ۾ ڇپيو. هن ڪتاب ۾ مؤلف پيءُ، ماءُ ۽ اولاد وغيره جا حق بيان ڪيا آهن ۽ ڪتاب کي ٻن بابن/ فصلن ۾ ورهايو آهي. 78 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت هڪ روپيو ڄاڻايل آهي.

**حقوق اولاد**: اولاد جي حقن جي باري ۾ نبي اڪرم صلي الله عليه وسلم ڪان هڪ شخص دريافت ڪيو ته نيڪي ڪنهن سان ڪرڻ کپي ته حضور صلي الله عليه وسلم جن فرمايو ته والدين سان نيڪي ڪرڻ کپي. ان ٻيهر عرض ڪيو ته جيڪڏهن هو فوت ٿي چڪا هجن ته؟ پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن فرمايو: پنهنجي اولاد سان، ڇو جو ٻنهي جا حق برابر آهن. خداوند تعاليٰ انهيءَ شخص تي رحم ڪندو آهي جيڪو پنهنجي پٽ کي صالح ۽ نيڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ۽ پنهنجي سخت مزاجيءَ جي ڪارڻ پنهنجي اولاد کي ٻي دخل نه ڪندو آهي. حضور صلي الله عليه وسلم جن جو حڪم آهي ته اولاد جي صحيح نشونما ۽ تربيت ڪريو.

**حقيقت زندگي (ڪتاب)**: انجم هالائيءَ جي دنيا، زندگي ۽ موت جي موضوع تي لکيل هن ڪتاب ۾ ڪل ايڪويهه باب آهن. هن جو هڪ باب دنيا جي بي ثباتي بابت ۽ هڪ باب ناول جي انداز ۾ لکيل آهي. جڏهن هڪ ئي موضوع تي ٻه ڪتاب گڏ آهن. ڪرائون سائيز جي 272 صفحن جو هي ڪچي جلد وارو ڪتاب حاجي فيض محمد، فردوس پرنٽنگ پريس، حيدرآباد مان 1962ع ۾ شايع ڪرايو.

**حڪايات خلفاءِ راشدين (ڪتاب)**: چئن خليفن سڳورن بابت حڪايتن تي ٻڌل هن ڪتاب جو ليکڪ عبدالرحمٰن جتوئي آهي. هي ڪتاب 1998ع ۾ سنڌي ساهت سوسائٽي، شڪارپور پاران ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. ڪتاب جو مقدمو مشهور عالم ۽ اديب محمد ادريس سومري سنڌيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي چئن يارن ۽ صحابين سڳورن رضه جي باري ۾ قيمتي معلومات ڏني وئي آهي. غلام مصطفيٰ مشتاق

به ڪتاب تي راءِ جو اظهار ڪيو آهي ۽ ڪتاب جو پيش لفظ عبدالجبار 'عبد' جو لکيل آهي. ڪتاب کي چئن بابن: (1) 'حڪاياتِ حضرت ابوبڪر صديق رضؓ' (2) 'حڪايات حضرت عمر فاروق رضؓ'، (3) 'حڪاياتِ حضرت عثمان غني رضؓ' ۽ (4) 'حڪايات حضرت علي رضؓ' ۾ ورهايو ويو آهي. ٽن رنگن جي ٽائيٽل ۽ پڪي جلد جي 230 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 60 روپيا آهي.

**حڪايت الصالحين** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب اصل فارسيءَ ۾ آهي، جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو مولوي ولي محمد 1220هه بمطابق 1805ع ۾ ڪيو. اُردو ايڊيور ٽائزنگ پريس ڪراچيءَ مان سال 1268هه بمطابق 1851ع ۾ ڇپايو. ساڳيو ئي فارسي جو ڪتاب نئين سر طالب حسين ترجمو ڪيو، جيڪو هن قاضي ابراهيم ۽ جيوا خان، حيدري پريس، بمبئيءَ مان سال 1287هه بمطابق 1870ع ۾ ڇپايو.

**حڪايت العاقلين** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب قاضي عبدالغفور جو لکيل آهي. هن ڪراؤن سائيز جي ڪتاب ۾ 24 صفحا ڏنل آهن ۽ قيمت ان وقت جي سڪي مطابق هڪ آنو تي پايون جاٽايل آهي. ڇاپو پهريون هريسنگهه، مصطفائي پريس لاهور سال 1902ع ۾ ڇپايو.

**حڪايت عجيب** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مخدوم عبدالصمد 1303هه بمطابق 1886ع ۾ ترجمو ڪيو. هيءُ ڪتاب اسلامي حڪايتن، فرضن بابت ڄاڻ تي محيط هڪ ننڍڙو رسالو آهي. جنهن ۾ سنين ۽ وهابين جي فرقيوار اختلافن جو ذڪر آهي.

هن ڪتاب ۾ جمعي جي ڏينهن جي افضليت، جهاد جي ضرورت ۽ تقليد بابت به ڄاڻ ڏنل آهي. هيءُ ڪتاب مطبع صفدريءَ مان 1303هه مطابق 1886ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو.

**حڪم**: حڪم، بحرين ۽ عمان جي والي، عثمان بن ابي العاص ثقفيءَ جو ڀاءُ هو. حجاج بن يوسف جي دور ۾ هن سنڌ ڪان اڳتي وڌي وڃي، گجرات جي شهر بروص (ڀڙوچ) تي ڪاهه ڪئي. راجا ڇچ کي ان وقت تائين سنڌ تي حڪومت ڪندي 35 ورهيه گذري چڪا هئا.

**حڪم بن عوانہ الڪلبي**: بنو اميه دؤر (41هه/661ع - 132هه/749ع) جو عرب جرنيل هو، جنهن سنڌ تي ڪيترا حملا ڪيا هئا. هيءُ سنڌ جي گورنر تميم بن زيد عتبيءَ جي دور ۾ سنڌ ۾ وڏو فوجي لشڪر وٺي آيو هو. حڪم پاڻ سان گڏ محمد بن قاسم جي نوجوان پٽ عمرو کي به وٺي آيو. هن سنڌ ۾ مقيم سيني عرب قبيلن کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪرڻ لاءِ درياهه جي ايرندي ڪناري تي 'المحفوظ' نالي شهر بڻايو جيڪو بعد ۾ عربن لاءِ محفوظ ماڳ ۽ فوجي مرڪز بڻجي ويو جتان سنڌ جي مختلف ڀاڱن ڏانهن فوجون موڪليون وينديون هيون. هن سنڌ تي حملن ۾ ڪاميابي ملڻ بعد درياهه جي ٻئي ڪپ تي 'المنصوره' جو شهر به ٻڌايو جيڪو ٿوري عرصي ۾ وڏو شهر بڻجي ويو ۽ عربن جي انتظامي توڙي جنگي ڪارروايٺن جو وڏي ۾ وڏو مرڪز ٿيو. حڪم بن عوانہ جو خاص صلاحڪار عمرو بن محمد بن قاسم هو جنهن جي مدد سان هن ڪاميابي حاصل ڪئي. نئين شهر المنصوره جي تعمير ۾ عمرو اهم ڪردار ادا ڪيو هي شهر پوءِ گهڻو عرصو سنڌ جو تختگاهه رهيو. *(حوالو: تاريخ سنڌ- عرب دور: ڊاڪٽر ممتاز حسين پٺاڻ)*

**حڪمت**: حڪمت عام طرح اُن طبي ڄاڻ ۽ ڪرت جو نالو آهي، جنهن وسيلي انسانن توڙي حيوانن جو دوائن ۽ جراحيءَ ذريعي اثرائتو علاج ڪيو ويندو آهي. سڄيءَ دنيا سميت سنڌ اندر حڪمت قديم زماني کان هلنڌڙ آهي. موهن جي دڙي مان لڌل سمنڊ ڦيڻ ۽ ڦاڙهي جي سڱن جي ٽڪرن مان اندازو ٿئي ٿو ته هتي جا حڪيم ۽ ويج اهي شيون طبي نسخن ۾ ڪم آڻيندا هئا. موهن جي دڙي مان هڪ اهڙو ڪارو سفوف به مليو آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهو سلاجيت آهي. سلاجيت مٽي پيشاب جگر جي بيمارين ۽ سنڌن جي سور لاءِ مفيد آهي. اهڙيءَ طرح مٽيءَ جي ڪُنين ۾ رکيل اهڙو ڇُورو (استخوان) به مليو آهي، جنهن لاءِ اندازو آهي ته اهو بک وڌائڻ لاءِ ڪتب ايندو هوندو. ساڳيءَ ريت ناڙي ۽ نم جا پن به حفاظت سان رکيل مليا آهن، جن مان ڄاڻ پوي ٿي ته موهن جي دڙي جا ماڻهو حڪمت جو هنر به ڄاڻندا هئا.

حڪمت جو ٻيو مفهوم دانائي ورتو وڃي ٿو هي اهڙو علم آهي، جنهن سان دنيا جي هر شيءِ بابت ڳالهائي ۽ بحث ڪري سگهجي ٿو. قرآن شريف ۾ ڪيترين جاين تي حڪمت جو لفظ آيو آهي. سورة لقمان ۾ آهي ته:

الٓمٓ ۞ تلک الکتٰب الحکیم ۞

[ترجمو: الم: هي حڪمت واري ڪتاب جون آيتون آهن.]

ٻئي هنڌ سورة ياسين ۾ آيو آهي ته:

یٰسٓ ۞ والقراٰنِ الحکیم ۞ انک لمن المرسلین ۞

[ترجمو: حڪمت واري قرآن جو قسم، بيشڪ تون سڌي راهه تي موڪليل رسول آهين.]

فدعوا إلىٰ سبيل ربهم بالحكمة والموعظة الحسنة

[ترجمو: پوءِ دعوت ڏيو الله جي رستي ڏانهن حڪمت ۽ سهڻي واعظ ذريعي.]

قرآن مجيد جي مٿين آيتن مان ظاهر ٿئي ٿو ته حڪمت هڪ وسيع معنيٰ ۽ علم وارو لفظ آهي، جنهن سان ڏاهپ ۽ دانائيءَ جو تعلق آهي. الله سائين جڏهن قرآن شريف کي حڪمت وارو ڪتاب ڪوٺيو آهي ته پوءِ اها حقيقت به عالم آشڪار ٿيو وڃي ته قرآن شريف ڪائنات جو هڪ مڪمل ۽ اعليٰ ڪتاب آهي، جنهن ۾ هر علم موجود آهي. هي ئي اهو ڪتاب آهي، جيڪو ڪائنات جي سمورن علمن تي دسترس (command) رکي ٿو. ابن سينا پنهنجي ڪتاب 'منطق المشرقين' ۾ لکيو آهي ته علم ٻن قسمن جا ٿين ٿا: هڪڙا علم اهڙا آهن، جيڪي هميشه ۽ هر جاءِ تي نه رهندا آهن، سي عارضي علم هوندا آهن ۽ ٻيا علم، جيڪي هر زماني ۾ 'جميع اجزا الدهر' هوندا آهن. مطلب ته اهي هر زماني ۾ مڪمل ۽ سنسار جي جزن کي گڏ ڪندڙ هوندا آهن، تن کي 'حِڪمت' چئبو آهي. ابن سينا موجب حِڪمت ۾ هر اها شيءِ شامل آهي، جيڪا علم سان تعلق رکي ٿي. ابن سينا جي ڪتابن ۽ علمي ڳالهين مان ائين لڳي ٿو ته حڪمت علم جو اعليٰ روحاني تصور آهي ۽ ان ۾ انسان جي دسترس ۾ ايندڙ سمورو علم/ ڄاڻ (Knowledge) ۽ ايتريقدر جو وحيءَ ذريعي خدا تي ايمان آڻڻ به شامل آهي. هي حقيقت يونانين جي فلسفي کان تمام آڳاٽي آهي. جيتوڻيڪ لغت ۾ 'حڪمت' کي 'حڪم' مان اخذ ڪيل ڄاڻايو ويو آهي، جنهن جي معنيٰ دانائي ۽ عقلمنديءَ کان سواءِ مضبوط هئڻ، منع ڪرڻ، روڪڻ، شين کي پنهنجي جاءِ تي رکڻ، شين ۾

حدن جو امتياز ڪرڻ ۽ فيصلو ڪرڻ واري اصطلاحي معنيٰ به اچي وڃي ٿي.

حڪمت اهڙو فائديمند ڪلام يا علم آهي، جيڪو جهالت کان روڪي ۽ بچائي ٿو. قرآن مجيد ۾ هي لفظ ڪيترا ڀيرا آيو آهي، جنهن ۾ ٻڌايو ويو آهي ته حضرت دائود عليه السّلام، حضرت عيسيٰ عليه السّلام، حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم ۽ لقمان حڪيم کي الله سائين حڪمت عطا ڪئي. حڪمت جي معنيٰ علم ۽ عقل جي ذريعي حق جي ڳالهه دريافت ڪرڻ آهي. 'حڪمت الاهيءَ' جي معنيٰ شين جي معرفت ۽ ماهيت جو علم آهي. جڏهن ته 'انساني حڪمت' مان مراد موجودات جي ڄاڻ ۽ سٺن ڪمن جو سرانجام ڏيڻ آهي. حڪمت ان آگاهيءَ جو نالو به آهي، جيڪا گذريل تجربن مان حاصل ٿئي. سورة لقمان جي آيت 12 ۽ ان کان پوءِ وارين آيتن ۾ حڪمت جي ڪن ڳالهين جي سمجهاڻي ۽ وضاحت ڏني وئي آهي، جن موجب حڪمت علم جي هڪ شاخ آهي. علم ۽ حڪمت ۾ ماهيت جو نه، پر نوعيت ۽ غايت جو فرق آهي.

الله تعاليٰ جي نالن مان ٻه نالا: 'عليم' ۽ 'حڪيم' آهن. قرآن شريف ۾ 36 جاين تي الله سائين جون اهي ٻئي صفتون گڏ بيان ڪيون ويون آهن.

'حڪيم' جي معنيٰ آهي، جنهن جي حڪمت ڪمال تي هُجي ۽ الله سائين جي حڪمت نبين جي معرفت ۽ ڪين اعليٰ درجي جي مضبوطيءَ سان وجود ۾ آڻڻ آهي. ان جي مقابلي ۾ 'عليم' جي معنيٰ ڪنهن شيءِ کي ان جي حقيقت سان حاصل ڪري وٺڻ آهي. الله سائين کي 'عليم' ان ڪري چيو وڃي ٿو ته جو هُو موجود، ان کان اڳ ۽ ايندڙ حقيقتن جو ڄاڻندڙ آهي.

حڪمت جي حوالي سان منطق بابت اختلاف موجود آهي، چو ته ڪجهه ماڻهو 'منطق' کي 'حڪمت' ۾ شمار ڪن ٿا ۽ ڪجهه ماڻهو 'منطق' کي 'حڪمت' ۾ شمار نه ٿا ڪن. جيڪي ماڻهو 'عمل' کي 'حڪمت' ۾ شامل ڪن ٿا، تن جو ويساهه آهي ته 'منطق' به 'حڪمت' جي زمري ۾ اچي ٿو ۽ جيڪي 'عمل' کي 'حڪمت' کان الڳ سمجهن ٿا، سي 'منطق' کي به 'حڪمت' مان خارج ڪريو ڇڏين. 'حڪمت' واضح طور تي ٻن حصن ۾ شمار ٿئي ٿي: (1) 'حڪمت عملي' ۽ (2) 'حڪمت نظري'. حڪمت نظريءَ جا ٽي قسم آهن جن ۾:

(1) **علم اعليٰ يا حڪمت اعليٰ:** حڪمت يا علم اعليٰ کي عِلم الاهي يا حڪمت الاهي چئبو آهي، جنهن ۾ توحيد ۽ الله جي وحدانيت تي بحث ٿيندو آهي.

(2) **علم ادنيٰ يا حِڪمت ادنيٰ:** حڪمت يا علم جي هن قسم کي حڪمت طبعي به چئبو آهي، جنهن ۾ طب هيئت ۽ جادو به شامل آهي. ابن سينا حڪمت ادنيٰ ۾ سائنس، طبيعات، حرڪت، زمان، روح، حرڪت، ارادي ۽ موضوعات کي شامل ڄاڻندي بحث ڪيو آهي. ابن سينا حڪمت جي هن قسم کي وسيع تر معنيٰ ۾ ڏسي ٿو طب به هن قسم جي حڪمت جو حصو آهي، جنهن جو استعمال، انساني جسم تي ۽ پوءِ ان جي فلسفي سان روح جي ڪارڪردگيءَ تي ٿيندو آهي. ڪن جو خيال آهي ته طب وغيره کي حڪمت ۾ شامل ڪرڻ جو رواج يونانين کان عربن وٽ آيو آهي. نصير الدين طوسي به ابن سينا وانگي طب، زراعت ۽ ٻين علمن کي ثانوي حيثيت ڏئي ٿو.

(3) **علم اوسط يا حڪمت اوسط:** علم جي هن قسم يا حڪمت جي هن قسم کي علم رياضي به چئبو آهي، الجبرا، رياضي ۽ رياضيءَ سان وابسته ارضيات وغيره جا علم حڪمت جي هن قسم جو حصو آهن.

'حڪمت عمليءَ' جا وري به قسم آهن، جن ۾ : (1) علم سياست، (2) علم اخلاق شامل آهن. تدبيرِ منزل به عملي حڪمت ۾ شمار ٿئي ٿو جنهن جا ٽي قسم آهن، جيڪي حڪمت نظريءَ ۾ بيان ڪيا ويا آهن.

طبيب، ڊاڪٽر يا جراح لاءِ عربي نالو 'حڪيم' آهي. حڪيم لاءِ عقلمندي ۽ دانشمندي سان گڏ ماهر هجڻ تمام ضروري آهي. قديم زماني ۾ 'طبيب' جو اصطلاح ڪُتب ايندو هو جيڪو پوءِ ادبي ٻوليءَ ۾ 'حڪيم' بڻيو ۽ ان کي ترجيح ملي. ڪڏهن ڪڏهن وري ٻنهي اصطلاحن ۾ ائين فرق ڪيو ويندو هو ته: جديد طب جي ماهر کي حڪيم ڪوٺيو ويو ۽ قديم طب جي ڄاڻوءَ کي طبيب ڪوٺيو ويو جيئن ته حڪيم لفظ جو استعمال بامعنيٰ طور دانشور ۽ فلسفي جي ماهر لاءِ به ڪيو ويندو آهي، جيئن اردوءَ ۾ 'حڪيم الامت' ۽ 'حڪيم مشرق' جا لقب علامه اقبال لاءِ استعمال ٿيا آهن.

هندستان جي حڪيم اعظم خان، حڪيم اڪبر ارزانيءَ جا نالا مغلن جي دور کان مشهور آهن. جڏهن ته انگريزن جي دور ۾ حڪيم اجمل خان ۽ حڪيم ڪبيرالدين تمام گهڻا مشهور هئا. جڏهن ته سنڌ ۾ حڪيم شمس الدين احمد کي سنڌ جو لقمان حڪيم ڪوٺيو ويو. هن نه صرف حڪمت کي زور وٺرايو، پر حيدرآباد مان هڪڙو حڪيمي مخزن به جاري ڪيو. هن سنڌي ٻوليءَ ۾ طب يونانيءَ جي بنيادي تعليم بابت ڪتاب 'ڪليات شمسي' لکيو ۽ سنڌ ۾ پهريون طبي درسگاهه کوليو، جنهن جو نالو 'سنڌ طبيه ڪاليج' آهي. ناميارو شاعر ۽ حڪيم نياز همايونيءَ حڪمت جي لغت 'فرهنگ جعفري' ٽن جلدن ۾ تيار ڪئي. ان کان سواءِ ماضي قديم ۾ مخدوم محمد جعفر بوبڪائيءَ جو قديم نسخو 'فرهنگ جعفري' به ليٿو تي ڇپيو هو.

قديم زماني ۾ طبيبن جا ٽي گروهه هئا، جن ۾ :

(1) **فرقه محتاله:** طبيبن جو هي گروهه هر قسم جو علاج ڪندو هو.

(2) **اصحاب تجربن:** طبيبن جو هي گروهه صرف تجربي ۽ مشاهدي جو قائل هو.

(3) **اصحاب قياس:** طبيبن جو هي گروهه تجربي سان گڏ قياس کان به ڪم وٺندو هو.

**حڪمت (رسالو):** ماهوار رسالو 'حڪمت'، امرت ڦل دوا خاني، ڪندن لال ڪپور جي ادارت ۾، مارچ 1937ع کان جاري ٿيو. هن رسالي جو سب ايڊيٽر الهنواز سومرو هو. چاليهن صفحن تي مشتمل هي رسالو، نيشنل پرنٽنگ پريس، هائيدر، شڪارپور مان ڇپبو هو. هن رسالي ۾ طبي موضوعن تي مواد ڇپبو هو. رسالي جا 'عورت نمبر'، 'مرد نمبر' ۽ 'ٻار نمبر' ڏاڍا مقبول ٿيا.

**حڪومت:** حڪومت هڪ منظم جماعت کي چئبو آهي، جنهن جي ذريعي سياسي قيادت پنهنجا اختيارات هلائي ٿي، جيڪا ماڻهن جي عملن ۽ سرگرمين کي هڪ صحيح رخ ڏيئي، انهن کي هڪ ضابطي ۾ آڻي مضبوط انتظاميا قائم ڪري ٿي. ڪيترين ئي تعليمي، مذهبي ۽ واپاري جماعتن کي هلائڻ ۾ اعليٰ منتظمين، جون جماعتن Board of Directors مئنيجرن ۽ گورنرن جو ڪردار هوندو آهي، جنهن کي اسين گڏي ڪري، انتظاميا يعني Administration چوندا آهيون.

حڪومت جا ڪيترائي قسم آهن. جهڙوڪ: ’جمهوري حڪومت‘ (Domocracy) سڀني حڪومتي نظامن کان بهتر سمجهي وڃي ٿي. هن نظام ۾ عام ماڻهن جي راءِ کي ٿي اهميت هوندي آهي. سڀ کان وڌيڪ ناپسند ڪئي ويندڙ حڪومتي نظام کي (Dictatorship) چيو وڃي ٿو هيءَ هڪ آمراڻو نظام آهي، جنهن ۾ سڄي ملڪ جون واڳون ۽ اختيار هڪ آمر جي هٿ ۾ هونديون آهن.

انهن سڀني حڪومتي نظامن کان علاوه به ڪجھ حڪومتي نظام آهن. مثلاً: Monocracy- بادشاهت، يعني هڪ شخص جي اختيار هيٺ هلندڙ نظام. (Oligarchy) هن حڪومت جي نظام ۾ سڄي حڪومت چند ماڻهن جي هٿ ۾ هوندي آهي. (Plutocracy) هن نظام ۾ وري شاهوڪار طبقي جا ماڻهو حڪومت هلائيندا آهن. Theocracy حڪومت جي نظام ۾ سڄي طاقت ۽ اختيار مذهبي طبقي جي ماڻهن وٽ هوندا آهن.

جڏهن انسان غارن ۾ رهندو هو شڪار ڪندو هو ۽ ننڍي پيماني تي مختلف سرگرمين ۾ حصو وٺندو هو تڏهن انسان ننڍن ننڍن ڪميونٽين ۾ رهڻ شروع ڪيو ان کان سواءِ زراعت ۾ ترقيءَ ۽ وڌندڙ آباديءَ انسان کي رياست، قانون ۽ حڪومت ناهڻ تي مجبور ڪيو. حڪومت جو اصل مقصد عام راءِ جي حفاظت ڪري هڪ امن پسند معاشرو قائم ڪرڻ آهي. حڪومت جو مقصد عوام جي سماجي، سياسي، اقتصادي، مذهبي تقاضائن کي هڪ صحيح رخ ڏيئي انصاف ڪرڻ آهي. معاشري ۾ انتشار، لاقانونيت، بچاءَ ۽ بدامني کي روڪڻ لاءِ فوج رکڻ به حڪومت جي ذميواري آهي ته جيئن معاشري ۾ امن قائم ڪري سگهجي. مطلب ته هڪ ترقي يافته ۽ منظم ملڪ يا معاشري جو خواب ايستائين اڌورو آهي جيستائين ان جي حڪومت جو ڍانچو فعال ۽ مضبوط نه آهي.

**حڪيم**: حڪيم اصل ۾ عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جو مطلب آهي، عقلمند، دانشور ۽ هوشيار. حڪيم عام طرح طبيب کي چوندا آهن. جيڪو جڙي ٻوٽين سان ماڻهن جو علاج ڪري. ڊاڪٽر لاءِ به هي اصطلاح ڪم آندو ويندو آهي. يونان ۾ سمورن قديم دانشورن ارسطو افلاطون وغيره لاءِ لفظ ’حڪيم‘ استعمال ڪيو ويو آهي جو اهي ڏاهپ ۽ دانشمنديءَ کانسواءِ طب جا به ناليوارا ماهر هئا. انهيءَ سبب پاڪستان ۾ علامه اقبال کي حڪيم الامت چوندا آهن.

**حڪيم، احمد حسين**: حڪيم احمد حسين ولد آغا سيد محمد زمان شاهه 1917ع ڌاري لاهور ۾ جنم ورتو. سندس تعلق ’ميران سرڪار‘ جي گيلاني خاندان سان هو هن جي خاندان جو مورث اعليٰ سيد عبدالله شاهه اصحابي هو جنهن جي مزار ٺٽي ۾ مڪليءَ جي مقام تي واقع آهي. جڏهن ته حضرت سيد حسن بادشاهه قادري گيلانيءَ جي مزار پشاور ۾ ۽ ان جي فرزند شاهه محمد غوث جي مزار لاهور ۾ آهي.

حڪيم احسن حسين آزادي جي تحريڪ ۾ سرگرم رهيو هن لاهور مان ميٽرڪ ڪرڻ سان گڏ قرآن شريف حفظ ڪيائين. ان کانپوءِ طب جي تعليم حاصل ڪيائين. جنهن ۾ هن ’حاذق الحڪيم‘ جي سند حاصل ڪئي. 1940ع کان پوءِ هن مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ سٽي مسلم ليگ پشاور جو جوائنٽ سيڪريٽري چونڊيو ويو ۽ ان عهدي تي ٽن سالن تائين فائز رهيو پشاور واري گهر ۾ هڪ ريڊيو اسٽيشن ’ريڊيو صداءِ پاڪستان‘ نالي سان قائم ڪيائين. جنهن ۾ مسلم ليگ جون خبرون ۽ ٻيا پروگرام نشر ڪندو رهيو هن 23 مئي 1985ع تي وفات ڪئي.

**حڪيم الهندو خان جويو**: حڪيم الهندي خان ولد محمد پريل جويي جو جنم 1902ع ڌاري ڳوٺ پورا چنجا ڪلهوڙا، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو غربت سبب پنجن درجن کان وڌيڪ پڙهي نه سگهيو حڪيم الهندي جويي جو گذرسفر ٻني ٻاري تي هو بعد ۾ پوليس ۾ڀرتي ٿيو 1954ع ۾ نوڪريءَ تان رٽائر ٿيو نوڪريءَ ۾ رهڻ دوران ئي سندس لاڙو حڪمت ڏانهن هوندو هو ’ڪمال ديري‘ ۾ ٽي سال طب جي تعليم حاصل ڪيائين. پنهنجي سيلاني طبيعت سبب سڄي سنڌ گهمندو ڦرندو هو حڪيم الهندو خان حڪمت ۾ ڏيهان ڏيهه مشهور ٿي ويو سندس اکين جي ڏنڊ لاءِ ٺاهيل سرمي وڏي مشهوري ماڻي. محقق ڊاڪٽر حامد علي خانائيءَ پنهنجي پي. ايڇ. ڊي جي تحقيقي مقالي ۾ لکيو آهي ته: ”حڪيم الهندو خان جويو پڊعيدن جو مشهور حڪيم ٿي گذريو آهي. پاڻ علم طب جو ماهر ۽ هڪ هوشيار اهل قلم هو سندس مختلف طبي، تاريخي ۽ معلوماتي مضمون اخبارن، رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. وٽس هڪ وڏو ڪتبخانو پڻ موجود هو“

حڪيم الهندي خان جويي 1982ع ڌاري وفات ڪئي.

**حڪيم تاج محمد ’مشتاق‘**: حڪيم تاج محمد ولد حاجي خميسي خان افغان، ڊسمبر 1899ع ڌاري بدين شهر ۾ جنم ورتو پير پاون شاهه جيلانيءَ جو مريد ۽ همعصر هو عربي، فارسي، اردو ۽ انگريزيءَ ۾ سلي مهارت هئس. هڪ اعليٰ درجي جو طبيب هو پير پاون شاهه جي وفات کان پوءِ راجو خاناڻيءَ ۾ اچي رهيو ۽ اتي ’قائمي يوناني دواخانو‘ کوليائين. هڪ طبي رسالو ’پيام شفا‘ به ڪيندو هو هن طب جي موضوع تي هيٺيان ڪتاب لکيا: (1) ’ڪتاب الحميات‘، (2) ’شرح قانوچه‘، (3) ’قرابا دين مشتاقي المعروف به طب ساغر ساقي‘. هيءَ حڪيم هئڻ سان گڏوگڏ عالم ۽ اعليٰ پايي جو شاعر به هو. شاعريءَ ۾ ’مشتاق‘ تخلص ڪتب آڻيندو هو 1952ع ڌاري دل جي دوري سبب وفات ڪيائين.

**حڪيم پير عبدالحليم ثاني**: هيءَ نوشهري فيروز جو مشهور حڪيم ٿي گذريو آهي. سندس تعلق نوشهري فيروز جي انصاري بزرگن سان هو. سندس والد جو نالو پير صفي الله ”عاشق“ هو هن 1875ع ڌاري نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو شروعاتي تعليم پنهنجي ڏاڏي جي مدرسي ۾ حاصل ڪيائين. عربي ۽ فارسيءَ جو وڏو ڄاڻو هو علمِ طب سندس خانداني پيشو هو علمِ نفسيات جو ماهر هو سندن دواخانو هميشه مريضن سان ڀريل رهندو هو 5 مارچ 1965ع تي وفات ڪيائين. سندس پونيرن مان پير شهاب الدين ثاني ۽ پير انور شاهه نوشهري فيروز ۾ پنهنجو دواخانو هلائي رهيا آهن.

**حڪيم پير معين الدين لائبريري، نوابشاهه**: نوابشاهه شهر ۾ قائم هن لائبريريءَ جو باني مشهور بزرگ پير معين الدين ڪيانوري هو هن هيءَ لائبريري 1925ع ڌاري ٺهرائي. معين الدين پاڻ هڪ سٺو حڪيم ۽ وڏو عالم هو هن پنهنجي حياتيءَ ۾ علمي ذوق سبب قلمي نسخن اخبارن، رسالن ۽

ڪثير تعداد ڪتابن جي صورت ۾ پنهنجي ذاتي لائبرري قائم ڪئي. سندس وفات کان پوءِ لائبرريءَ جو اڳيون اوج نه رهيو. هن لائبرريءَ جا ڪجهه اهم قلمي نسخا پير جي فرزند عبدالوهاب سنڌالاجيءَ کي وڪرو ڪري ڏنا. جڏهن ته هزارن جي تعداد ۾ ڪتاب اڃا هن لائبرريءَ ۾ موجود آهن.

**حڪيم حاجي محمد حسين شيخ:** حاجي محمد حسين شيخ پنهنجي وقت جو تمام وڏو ناليوارو حڪيم ٿي گذريو آهي. هيءُ مٽياريءَ جو رهواسي هو. هن حڪمت جي سَنَد ننڍي کنڊ جي مشهور حڪيم اجمل خان جي طبيه ڪاليج دهليءَ مان 1890ع ڌاري حاصل ڪئي. هن لاءِ هڪ واقعو مشهور آهي ته هيءُ 1936ع ڌاري هالا جي فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ محمد الياس يوسفاڻيءَ جي گهرواريءَ جو علاج ڪندو هو. جڏهن علاج مڪمل ٿيو ۽ مريضه شفاياب ٿي ته الياس يوسفاڻيءَ کيس اجورو ڏيڻ چاهيو. جيڪو هن وٺڻ بدران ان کي به اڪر لکي ڏيڻ لاءِ چيو. جنهن تي الياس يوسفاڻيءَ چيو ته ٻن اکرن کي توهان ڇا ڪندؤ؟ تنهن تي حڪيم حاجي محمد حسين شيخ وراڻيو ته سائين توهان جا ڏنل پئسا ته جلد ئي ختم ٿي ويندا، پر توهان پاران مليل سرٽيفڪيٽ منهنجي اولاد لاءِ يادگار رهندو. محمد الياس يوسفاڻيءَ پاران ڏنل اهو سرٽيفڪيٽ اڄ به سندس پوٽيرن مان حڪيم حاجي نذير احمد شيخ وٽ موجود آهي. حڪيم حاجي محمد حسين عام حڪيمن وانگر نسخا لڪائڻ بدران انهن کي عام ڪرڻ جو قائل هو.

حڪيم صاحب 11 ذوالقعد 1363هه/ 29 آڪٽوبر 1944ع تي ۾ وفات ڪئي.

**حڪيم حاجي نذير احمد شيخ:** سنڌ جو مشهور حڪيم حاجي نذير احمد شيخ ولد حاجي حامد علي عرف ڦوٽو شيخ، 25 جنوري 1943ع تي مٽياري شهر ۾ پيدا ٿيو. مئٽرڪ جو امتحان 1961ع ۾ مٽياريءَ مان پاس ڪيائين. پڙهائيءَ بعد حڪمت ڪرڻ لڳو. 1968ع ۾ ڪراچيءَ مان پيٿالاجيءَ جو ڪورس ڪري سعيد آباد ۾ 20 سال حڪمت ڪيائين.



هن پهريون پيرو 'بينظير ڦڪي' جي نالي سان هڪ دوا تيار ڪري مارڪيٽ ۾ آندي. 1984ع کان عبرت اخبار ۾ صحت جي موضوع تي مسلسل مضمون لکندو پيو اچي. 1992ع دوران اخبار ۾ حڪمت بابت سوالن جوابن جو سلسلو شروع ڪيائين. جيڪي سوال جواب 'حڪيم نذير احمد شيخ جا طبي مشورا' جي نالي سان عبرت گروپ آف پبليڪيشن حيدرآباد پاران 1966ع ۾ ڪتابي صورت ۾ ڇپيا. حڪيم صاحب 1988ع کان 1993ع تائين لاڳيتو حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ ڪلينڪ هلائيندو رهيو. لساني فسادن کان پوءِ ڪراچيءَ واري ڪلينڪ بند ڪري ڇڏيائين.

سندس ٻه ڪتاب: (1) 'قدرتي جڙي ٻوٽيان اور قرآني دعائون ڪي ذريعي شفاء بخش علاج' ۽ (2) 'بيمارين جا سبب ۽ جديد علاج' (2004ع) ڇپيل آهن. سندس تجويز ڪيل نسخن جي بنياد تي ٺهيل يوناني دوائون 'اي. آر. ليبارٽريز' نالي هڪ دواساز اداري ذريعي سڄي سنڌ ۽ ملڪ ۾ موڪليون وڃن ٿيون.

**حڪيم حبيب الله بڪري:** حبيب الله بڪري ولد خواجا ابراهيم بڪري پنهنجي وقت جو ناليوارو حڪيم ٿي گذريو آهي. هيءُ اصل بڪر جو رهواسي هو. هيءُ حڪيم سان گڏ عالم ۽ شاعر پڻ هو. هن حڪمت جي موضوع تي ڪيترا طبي ڪتاب تصنيف ڪيا. هيءُ پير سائين حضرت محمد راشد جو عقيدتمند هو. طب جي موضوع تي لکيل سندس هيٺيان ڪتاب اهم آهن: (1) 'رساله در نبض'، (2) 'دلائل البول' ۽ (3) 'دافع الامراض' وغيره.

**حڪيم حسين سيوهاڻي:** ناليوارو حڪيم ۽ بزرگ حڪيم حسين سيوهاڻي ولد شيخ الاسلام مراد انصاري سيوهڻ جو رهاڪو هو. ابتدائي تعليم سيوهڻ ۾ پراپائين ڪيائين. ننڍي هوندي شيخ حسين پنهنجي والد سان مديني منوره هجرت ڪري ويو ۽ باقي تعليم عربستان ۾ حاصل ڪيائين. سنڌ جو جليل القدر محدث، شيخ محمد عابد سنڌي سندس پائيٽو هو. سندس والد شيخ مراد انصاري، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جو شاگرد هو 'البانع الجني' ۾ شيخ حسين جو سلسله حديث هن طرح آهي: علامه الشيخ محمد حسن السندي عن الشيخ ابي الحسن بن محمد صادق نقشبندي سنڌي ٺٽوي، عن الشيخ محمد حيات سنڌي، عن الشيخ العلامه ابي الحسن الڪبير سنڌي، عن الشيخ عبدالله بن السالم البصري. حڪيم حسين سيوهاڻي شيخ عبدالله شاه ولي الله جو حديث ۾ استاد هو. هن ٽالپرن جي اوائلي دور ۾ يمن جي شهر حريره ۾ انتقال ڪيو.

**حڪيم خدا بخش خان ڏاريجو:** ناليوارو حڪيم ۽ سماجي خدمتگار. خدابخش خان ڏاريجو 1868ع ڌاري هنگورجن ۾ ڄائو. سندس وڏا هنگورجن مان لڏي نوراجا ۽ پوءِ بقاآباد ۾ اچي ويٺا. هيءُ پنهنجي وقت جو نهايت قابل حڪيم هو. کيس 'اجمل سنڌ' به سڏيو ويندو هو. حاجي خدا بخش شروعات ۾ پوليس کاتي ۾ ڀرتي ٿيو ۽ ڳجهي کاتي لاءِ جاسوسي ڪندو هو. نوڪريءَ دوران انگريز سرڪار خلافت تحريڪ ۽ ترڪ موالات تحريڪ جي نگرانيءَ لاءِ کيس مقرر ڪيو. 1918ع ۾ سنڌ جي ناليواري عالم مولانا تاج محمود امروٽيءَ سان ملاقات ٿي، جنهن کيس اصل حقيقتن کان آگاهه ڪيو. ان بعد نوڪريءَ تان استعيفا ڏنائين. سندس استعيفا تي انگريز آفيسرن کيس گهرائي انسپيڪٽر ٿيڻ جي پيشڪش ڪئي، پر هن اها نڪرائي ڇڏي . ان بعد هيءُ حڪمت ۽ زمينداري ڪرڻ لڳو. سندس حڪمت خاني تي مريضن جي وڏي رش هوندي هئي. اهو طب خانو هن وقت به سندس فرزند علامه عبدالواحد سنڀالي رهيو آهي.

هن 112 سالن جي عمر ۾ 16 جنوري 1980ع تي وفات ڪئي.

**حڪيم ڏنراج:** ناليوارو حڪيم ڏنراج مل ولد هاسانند پنجابي، شڪارپور جو مشهور حڪيم ٿي گذريو آهي. حڪيم ڏنراج جو شڪارپور ۾ 'اسرار صحت' دواخانو هوندو هو جنهن جي هڪ شاخ ڪراچيءَ ۾ به قائم هئي. هن حڪمت سان گڏ طب جي موضوع تي ڪيترا ڪتاب پڻ لکيا. جن مان هيٺيان ڪتاب شايع ٿيا: (1) 'رساله حلق'، (2) 'رساله حقيقت'، (3) 'گهر جو حڪيم'.

**حڪيم شيخ محمد بڪري:** ناميارو عالم ۽ حڪيم شيخ محمد بڪري طِب ۾ سنڌ جو بقراط ثاني سڏيو ويندو هو. هن بزرگ جا وڏا اصل بڪر جا هئا، جن مان سندس ڏاڏو شيخ محمد (اول) بڪر وارو ڳوٺ ڇڏي ٺٽي اچي رهيو. هن حڪيم محمد عالم کان ابتدائي تعليم ورتي، کيس علم تشريح تي عبور

حاصل هو. ڪيس اکين جي بيمارين جي خاص ڄاڻ هئي ۽ ان مخصوص فن ۾ ڪمال حاصل هئس. اکين جي بيمارين تي هن جامع ڪتاب لکڻ شروع ڪيو هو. سالن جا سال ان تي صرف ڪيائين، پر ڪتاب لکي مڪمل ڪرڻ کان اڳ 1174هه/1760ع ۾ وفات ڪري ويو. جنهنڪري سندس اهو ڪتاب اڌ ۾ رهجي ويو.

**حڪيم عبدالرئوف:** حڪيم عبدالرئوف عالم، شاعر ۽ ڪمال جو صاحب هو. 'تحفة الڪرام' ۾ ميرعلي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: حڪيم عبدالرئوف وڏو لياقت وارو مرد، صاحب ڪمال ۽ مير عبدالجليل بلگراميءَ جي سنگتين مان هو. هيءُ نواب خدايار خان ڪلهوڙي جي دؤر ۾ وڏي عهدي تي فائز هو. ڪيس حڪمت ۽ موسيقيءَ جي فن ۾ ڪمال درجي جي مهارت حاصل هئي. هن موسيقيءَ جي علم تي 'ابولانغر' نالي هڪ ڪتاب به لکيو.

**حڪيم عثمان بوبڪائي:** حڪيم محمد عثمان ولد شيخ عيسيٰ پنهنجي وقت جو ناليوارو بزرگ ٿي گذريو آهي، سندس تعلق بوبڪ سان هو. سندس والد ۽ ڏاڏو شيخ ابراهيم صديقي به پنهنجي وقت جا مشهور عالم هئا. 'تذڪره مشاهيرِ سنڌ' جي مصنف لکيو آهي ته: حڪيم عثمان بوبڪن ۾ ڄائو ۽ سنڌ جي جدا جدا استادن وٽ علم حاصل ڪيائين. گهڻو وقت مخدوم محدث ڀاٽائيءَ جي خدمت ۾ معقول ۽ منقول جي تحصيل ڪيائين. ان کان پوءِ ان وقت جي مشهور استاد انعام شيخ وجيهه الدين علوي احمد آباديءَ جي خدمت ۾ پهچي ڪيترن علمن جي تحصيل ڪيائين. ان کان سواءِ قاضي محمود موزمي ۽ شيخ حسين بغداديءَ کان به علم پرايائين.

هيءُ بزرگ اعليٰ پايي جو عالم هو. 983هه/ 1575ع ۾ سنڌ مان لڏي گجرات ويو. جتان وري برهانپور ۾ وڃي مستقل سڪونت اختيار ڪيائين. برهانپور جي 'سنڌي پوره' محلي ۾ درس تدريس ڏيڻ لڳو. برهانپور جا بزرگ حڪيم عثمان جا معترف هوندا هئا. برهانپور جو والي ۽ ڪامل صوفي حضرت شيخ لشڪر محمد عارف سندس معتقد هو. ڪيس برهانپور جي حاڪم ڀاران قضا ۽ فتويٰ جو عالم مقرر ڪيو ويو. جنهن تي ستاويهه سال فائز رهيو. هن ڪي برهانپور جي حاڪم ديني خدمتن عيوض خانديش واري علائقي ۾ جاگير به ڏني. ميرعلي شير قانع ٺٽوي ڪيس 'پنهنجي وقت جو يگانو ۽ نهايت تجربي جو صاحب' سڏيو آهي. حڪيم عثمان بوبڪائيءَ جي لکيل تفسير 'بيضاويءَ جو حاشيو' ۽ 'صحيح بخاري' جي شرح تمام گهڻيون مشهور آهن. طب جو فن، هو خدا جي خلق جي ڀلي لاءِ سکيو هو. حڪيم صاحب نهايت پرهيزگار ۽ نيڪ انسان هو وقت جا وڏا عالم ۽ صوفي شيخ عيسيٰ سنڌي برهانپوري، علامه قاضي عبدالستار سنڌي، شيخ نصيرالدين، مولانا محمد صالح سنڌي، شيخ سڪجي، تذڪره گلزار ابرار جو مصنف سيد محمد غوثي حڪيم صاحب جا شاگرد هئا.

993هه/ 1585ع ڌاري عيال سميت خانديش واري جاگير گجرات ۾ وڃي رهيو. اتي پهچڻ شرط مغل شهنشاهه اڪبر جي فوج خانديش واري علائقي کي گهيرو ڪيو. جنهن بعد هن واپس برهانپور رخ ڪيو. پر موٽندي رستي ۾ ٺي ڪيس ڦردوران عيال سميت (1008هه/ 1696ع) شهيد ڪيو ويو.

**حڪيم غلام محمد شاهاڻي:** ناليواري حڪيم ۽ سماجي خدمتگار غلام محمد ولد مولوي عبدالرحيم شاهاڻيءَ، 1939ع ڌاري وينجهاس تعلقي ٻاڙمير، راجستان (ڀارت) ۾ جنم ورتو. سندس ولادت کان جلد ئي پوءِ سندس والدين وينجهاسر مان هجرت ڪري ساڏوري تعلقي عمرڪوٽ ۾ مائٽن وٽ اچي رهيا. غلام محمد شاهاڻي ابتدائي تعليم ۽ فارسي درس نظامي ڪنريءَ جي مدرسي ۾ مولوي محمد رحيم دل وٽان حاصل ڪئي. ان کان پوءِ پير ڳوٺ جي مشهور مدرسي 'جامع راشديه' مان ڪنز قدوري، تائين پڙهيو ان کان پوءِ ٽنڊي محمد خان ۾ سنڌي طبيه ڪاليج ۾ سيد غلام مرتضيٰ شاهه وٽ طب سکي. 1961ع ۾ اچي ساڏوري ۾ حڪمت شروع ڪيائين. ساڏوري ۾ پرائمري اسڪول قائم ڪرايائين. غريب شاگردن جي اخلاقي ۽ مالي مدد به ڪندو هو چاچري تائين ٿرِ ۾ سندس خدمتون قابل ذڪر آهن.

**حڪيم غلام محمد عرشي:** حڪيم غلام محمد بن ڏاتر ڏنو سومرو 1904ع ۾ ڳوٺ 'ٽگر پراڻا' تعلقي ڪنڊياري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو ست درجا سنڌي (فائنل پاس) پڙهيو ان کان پوءِ فارسيءَ ۽ اردو جي تعليم قاضي غلام محمد سمي وٽان حاصل ڪيائين. هن پير عبدالاحد نوشهرائي عرف نوول گهوٽ کان به سال حڪمت جي سکيا به ورتي، ان بعد هن ٽگر پراڻا ۾ اچي حڪمت جو ڏنڌو شروع ڪيو. سندس مطالعو تمام وسيع هو. فارسي ادب ۽ شاعريءَ جي حوالي سان سٺي ڄاڻ ۽ مطالعو رکندو هو. ڪيس هزارن جي تعداد ۾ فارسي بيت زباني ياد هئا. 1920ع کان شاعري شروع ڪيائين. شاعريءَ ۾ 'عرشي' تخلص ڪتب آڻيندو هو. هن غزل، ڪافين ۽ بيتن تي خوب طبع آزمائي ڪئي. سندس ديوان 'ديوان عرشي' ٻن حصن تي مشتمل آهي.



سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) خود شناسي (ترجمو:2001ع)، (3) مثنوي حضرت بوعلي قلندر (منظوم ترجمو: 1974ع)، (3) مجرباتِ عرشي، جڏهن ته سندس اڻ ڇپيل ڪتابن ۾: (1) رباعيات عمر خيام (منظوم ترجمو)، (2) رباعيات سرمد شهيد، (3) پيغام پنوهارن جا، (4) مثنوي جلال الدين رومي (ترجمو)، (5) الهامات عرشي (شاعري)، (6) ابيات عرشي، (7) مثنوي سير قبرستان سميت ٻيا به ڪيترائي ڪتاب ۽ قرآن شريف جي آيتن جا سنڌي منظوم ترجما اڻ ڇپيل صورت ۾ سندس پوٽيرن وٽ موجود آهن.

هي قابل حڪيم هو سندس ٺهيل بادامن جو شربت سڄي ملڪ توڙي ملڪ کان ٻاهر پڻ مشهور آهي. ان کان سواءِ سندس ڪيترا طبي نسخا سنڌ اندر مشهور آهن. وٽس نادر قلمي نسخن تي مشتمل هڪ وڏو ڪتبخانو به هو جنهن ۾ ڇئن هزارن کان وڌيڪ ڪتاب موجود آهن. هيءُ 1935ع ڌاري هندستان گهمڻ ويو جتي خواجا حسن نظاميءَ سان ملاقات ڪيائين.

سندس وفات 3 جولاءِ 2003ع تي ٿي.

**حڪيم غلام رسول لاکو:** نامور حڪيم، ليکڪ ۽ سماج سڌارڪ حڪيم غلام رسول لاکو ولد حاجي محمد عباس لاکو 5 اپريل 1952ع تي ڳوٺ دودي ٻگهيي، تعلقي قاضي احمد، ضلعي نوابشاهه (هاڻوڪي ضلعي بينظيرآباد) ۾ جائو. پرائمري تعليم ڳوٺ حاجي عمر سيلڙ مان پاس ڪرڻ بعد مختلف ديني مدرسن مان عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. فاضل عربي سنڌ اورينٽل ڪاليج حيدرآباد مان؛ ايم. اي سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ۽ فاضل طب والجراحت، اعظم طبيه ڪاليج حيدرآباد مان حاصل ڪيائين. سندس ڏاڏاڻي توڙي



ناناڻي خاندان مان ڪيترائي عالم، اديب، شاعر ۽ حڪيم ٿي گذريا آهن. تنهنڪري لکڻ، پڙهڻ ۽ حڪمت جو ڏانءُ کيس ورثي ۾ مليو هن علم طب جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ پنهنجين ڪوششن سان 1980ع ڌاري مهراڻ طبي ايسوسيئيشن موري جو قيام عمل ۾ آندو جنهن جو پاڻ جنرل سيڪريٽري مقرر ٿيو انهيءَ ذميواريءَ ڪانپوءِ طبيبن جي مسئلن جي حل لاءِ سچائي سان ڪوششون ورتائين. 1987ع ڌاري نيشنل ڪائونسل فار طب اسلام آباد جي اليڪشن ۾ حصو ورتائين ۽ ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو. سندس ئي ڪوششن سان 'مهراڻ طبيه ڪاليج' مورو ۽ 'نيشنل طبيه' ڪاليج لاڙڪاڻو منظور ٿيا. 1982ع ڌاري حڪيمن جو وفد حج لاءِ ويو جنهن جي سربراهي پڻ ڪيائين. هن طب بابت ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن ۾ ميون مان نهنڊڙ طبي نسخن بابت جاڻ ڏنل آهي. طب جي موضوع تي ڪتابن ڪان سواءِ سندس شاعريءَ جا ڪتاب ڇپايل آهن.

سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) دوا سازي (1999ع)، (2) استاد فارسي (مرتب: 2001ع)، (3) ابتدائي عربي گرامر (2001ع)، (4) اڪ ۽ ٻپهر (2003ع)، (5) اندر جي اڪير (مرتب)، (6) وڻ، ٻوٽا ۽ ميوا (2004ع)، (7) آسان طبي نسخا (2005ع)، (8) الطبيب ياڳو پهريون (2005ع)، (9) الطبيب ياڳو ٻيو (10) دل ٿي پڪاري سنڌڙي (ترتيب) 2005ع، (11) وڻ ٻوٽا، علاج ۽ فائدا (2007ع)، (12) ڦنڊڪي جا فائدا (2007ع)، (13) طبي لغات الف، ب، پ (2009ع)، (14) الطبيب ياڳو ٽيون (2010ع)، (15) ڪير ۽ بيضا (2010ع) شامل آهن.

هيءُ هن وقت مهراڻ طبيه ڪاليج موري جو اعزازي ايڊمنسٽريٽر ۽ نائب صدر آهي.

**حڪيم غلام مرتضيٰ شاهه:** حڪيم سيد غلام مرتضيٰ شاهه جو نالو طب جي دنيا ۾ پوري سنڌ ۾ ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو سندس تعليم ۽ تربيت اعليٰ ماحول ۾ لائق استادن جي زير نگراني ٿي. کيس طب ۾ وڏي مهارت هئي. کيس 'شمس الاطباءُ' جو لقب ڏنو ويو جمعيت الاطباءِ ۽ پاڪستان طبي ڪانفرنس جو صدر ٿي رهيو سندس ڪوششن سان ٽنڊي محمد خان ۾ طبيه ڪاليج جو بنياد پيو هن طبي مخزن به جاري ڪئي. سنڌ ڪوآپريٽو دواخانه لميٽيڊ جو محرڪ ۽ باني هو سندس طبي مهارت جو اعتراف هند ۽ سنڌ جي نامور ڊاڪٽرن ۽ طبيبن ڪيو آهي.

سنڌ جي هن نامور حڪيم، 27 جنوري 1961ع تي وفات ڪئي.

**حڪيم، فتح محمد سيوهاڻي:** سنڌ جو عظيم قومي ڪارڪن ۽ اديب حڪيم فتح محمد سيوهاڻي ولد خليفو غلام محي الدين، سيوهڻ ۾، 1300هه/ 1882ع جي اوائل ۾ پيدا ٿيو سندس والد به نهايت ئي قابل حڪيم وڏو عالم ۽ فاضل هو سندس تعليم ۽ تربيت پنهنجي والد بزرگوار جي هٿ هيٺ ٿي. پنجن ورهين جي ڄمار ۾ قرآن شريف پڙهڻ شروع ڪيائين ۽ ڏهن سالن جي عمر ۾ ڪريما بنا معنيٰ پڙهڻ شروع ڪيائين. اهڙيءَ طرح فارسي پڙهڻ ۽ لکڻ جي سکيا وٺڻ لڳو. هن مولوي محمد عمر چنا وٽ سعديءَ جو گلستان پڙهيو اڃا



يارنهن سالن جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو ۽ پنهنجي ڀاءُ خليفي محمد جي تربيت هيٺ رهيو چوڏهن سالن جي عمر ۾ ڳوٺ پيروز شاهه (شاهه پنجي)، تعلقي ميهڙ ۾ مولانا عطاءُ الله جي مدرسي ۾ داخل ٿيو ان کان پوءِ ٻوبڪ ۾ مولانا عبدالرئوف بختيارپوريءَ وٽ علم صرف پڙهيو ان زماني کان شاعري ڪرڻ شروع ڪيائين. هن ابتدا ۾ اڌ فارسي ۽ اڌ سنڌي شعر لکيا. سورهن ورهين جي ڄمار ۾ سيتا تعلقي دادوءَ جي مدرسه عربيه ۾ داخل ٿيو ۽ مولانا محمد صديق سيتائيءَ کان عربي جي تعليم حاصل ڪيائين. 21 ورهين جي عمر ۾ آخري ڪتاب پڙهي 1321هه/ 1903ع ۾ رمضان شريف جي مهيني ۾ فارغ التحصيل ٿيو کيس مطالعي جو ڏاڍو شوق هو طالب علميءَ جي زماني ۾ ئي ڪيترن غير نصابي ڪتابن جو مطالعو ڪيو هئائين. خاص ڪري لغت جي ڪتابن ۾گهري دلچسپي وٺندو هو تاريخ، ادب، حديث ۽ تفسير جا ڪتاب، عروض ۽ شعري مناظرن ۽ مباحثن جا ڪتاب هميشه سندس مطالعي هيٺ رهيا. سندس خانداني ڪتب خانو هزارين ڪتابن تي مشتمل هو انهيءَ ڪتبخاني ۾ هر موضوع تي ڪتاب موجود هئا. فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ ستت ئي هڪ قديم جامع مسجد (سيوهڻ ۾ مسجد شاهه صدر جي نالي سان مشهور) ۾ علوم اسلاميه جو مدرسو کوليائين. جتي شهر جا ڪيترائي شاگرد اچي داخل ٿيا. سندس ملاقات سنڌ جي مشهور شاعر ۽ اهل قلم رئيس شمس الدين بلبل سان ٿي، جنهن کيس اهو رسالو ڏيکاريو، جيڪو مولوي محمد عثمان جي ادارت هيٺ نڪرندو هو جنهن ۾ سندس بي نقاط نظم ۽ نثر وڏي تعريف ۽ توصيف سان ڇپيل هئا. اهي نظم ۽ نثر ڏسي مولانا حميدالدين، جيڪو ان وقت سنڌ مدرسي ۾ فارسي ۽ عربيءَ جو معلم هو حڪيم صاحب جي مقرريءَ لاءِ وائس صاحب کي سفارش ڪئي. اهڙيءَ طرح پنهنجي خداداد قابليت جي ڪري هيءُ سنڌ مدرسة السلام ڪراچيءَ ۾ فارسي ۽ عربيءَ جو معلم مقرر ٿيو ڪراچيءَ ۾ پليگ جي بيماريءَ سبب شهر ڇڏي واپس موٽيو ۽ بعد ۾ مدرسي ۾ ملازمت لاءِ نه ويو ڪجهه ئي عرصي بعد ٻيهر ڪراچي ويو، جتي ميمڻ مسجد جي ويجهو پارسين جي پاڙي ۾ ڪڇهري روڊ تي پنهنجو شفاخانو کوليائين. هيءُ اعليٰ پايي جو حڪيم هئڻ سان گڏ اعليٰ پايي جو ليکڪ به هو سندس لکڻين جو اسلوب پختو عالماڻو ۽ نهايت شگفته هوندو هو طب، ادب، شعر، تاريخ ۽ سوانح نگاريءَ ۾ کيس بلند مرتبو حاصل هو

سنڌس تصنيفن مان هيٺيون تصنيفون قابل تعريف آهن:

(1) حيات النبي (1914ع، ڪيترا ايڊيشن شايع ٿيا)، (2) داستان قوم، (3) خدا هڪڙو آهي، (4) فتح محمدي، (5) اخلاق محمدي (حيات النبي جو ٻيو ڀاڱو)، (6) احوال لعل شهباز قلندر، (7) تنوير الايمان، (8) ڪمال ۽ زوال (1923ع)، (9) ميرن جي صاحبي (1924ع)، (10) بهار اخلاق عرف بهار ڪلام (نظمن جو ڪتاب: 1938ع)، (11) ابوالفضل ۽ فيضي (1932ع)، (12) آفتاب ادب (1956ع)، (13) نامڪمل خود نوشتہ سوانح حيات (1941ع ۾ سخت بيماريءَ دوران لکڻ شروع ڪيائين، جيڪا نامڪمل رهجي وئي)، (14) مختلف ڪتابن تي تقريظون. مختلف موقعن تي لکيل تقريرون: (1) شمس العلماءِ مرزا قليچ بيگ جي ورسيءَ جي موقعي تي ڪيل تقرير بسنت هال حيدرآباد، (2) ڊي. جي. نيشنل ڪاليج، حيدرآباد ۾ مشاعري تي صدارتي تقرير، (16) اسلامي ۽ ديني درسي ڪتابن ۾ مختلف مضمون ۽ نظم نهايت ئي لاڀائتا آهن.

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، سائين جي. ايم. سيد جو ويجهو ساٿي هو قومي خدمت جو جذبو منجهس گهر ڪري ويل هو. حڪمت لاءِ ڪتب ايندڙ ماکي وغيرہ بہ جي. ايم. سيد کيس مهيا ڪري ڏيندو هو. سنڌ کي حڪيم صاحب وٽان جيڪو علم ۽ ادب جو ذخيرو مليو آهي، سو ديني، تاريخي سوانح عمري، سيرت نگاري ۽ تنقيدي ادب تي مشتمل آهي. مختصر تصنيفن هوندي بہ سنڌي ادب ۾ قيمتي اضافو ڪيو اٿس.

کيس ذيابيطس جي بيماري پڇاڙيءَ تائين هلندي آئي، جنهن جو علاج پاڻ ڪندو هو. آخر ۾ کيس هڏائين سلھ جو عارضو ٿي ويو ۽ ٽنگ ۾ سخت سور ٿي پيو هئس. سخت هيڻائي ۽ ضعيفيءَ سبب ذوالحج 1321ھ مطابق ڊسمبر 1942ع ڌاري وفات ڪيائين. وفات کان اڳ ۾ پنهنجي رحلت جي تاريخ جو سال هڪ قطعہ ۾ چئي ڇڏيو هئائين، جو 'مُشتِ خاڪ' مان 1321ھ/ 1903ع نڪري ٿو.

**حڪيم فضل محمد:** مولانا فضل محمد 1268ھ/1851ع ڌاري محمد اسماعيل ميمڻ جي گهر نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. ابتدائي ۽ ديني تعليم پنهنجي شهر اندر 'قاضين جي محلي' واري مدرسي مان حاصل ڪيائين. وڌيڪ علم ڳوٺ فيض محمد آگري تعلقي ميهڙ جي مشهور عالم مولانا محمد آگري کان پرايائين. فارغ التحصيل ٿيڻ بعد نوشهري فيروز موٽي اچي 'قاضي مداحين' کان علم طب پرايائين. ان بعد پنهنجي محلي ۾ موجود قديم مسجد کي آباد ڪري ان جي حجري ۾ پنهنجو مدرسو قائم ڪري درس و تدريس ڏيڻ لڳو جيڪو سندن وفات تائين جاري رهيو.

مولانا فضل محمد پڙهائڻ سان گڏ حڪمت جو ڌنڌو پڻ ڪندو هو. ساڳئي وقت خلافت تحريڪ ۾ شامل ٿي عملي سياست ۾ داخل ٿيو پوري ساهتي پرڳڻي ۾ انگريزن جي خلاف تحريڪ کي زور وٺرايائين ۽ جلسا منعقد ڪرايائين. انگريزن جي خلاف جيڪي فتوائون نڪتيون، انهن تي هن جي بہ صحيح آهي. هن 1343ھ/ 1924ع تي وفات ڪئي.

**حڪيم قاضي عبدالعزيز 'عزن' موراڻي:** حڪيم قاضي عبدالعزيز ولد قاضي محمد عثمان موري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پنهنجي بزرگن جي قائم ڪيل مدرسي مان پاس ڪيائين. 1925ع ڌاري ڊي. يو ايم. ايس سنڌ طبيہ ڪاليج حيدرآباد مان ڪيائين. ان کان سواءِ هن پنج اعزازي ڊپلوما: (1) 'ڊپلوما هوميوپيٿڪ پوسٽل انسٽيٽيوٽ ڪلڪتو' (1933ع)، (2) 'ايل. ايڇ. ايم. بي' (هوميو)، (3) 'ايم. ڊي' (هوميو)، (4) 'ميگنيٽو ڪيوز D.E.C' ۽ (5) 'جرمن ڪيوز ۾ M.B.G.C' بزم الضيا دهليءَ مان ڪيائين.

قاضي عبدالعزيز انگريزن جي دؤر ۾ موري ۾ سب رجسٽرار، موري جو قاضي ۽ ڪجھ وقت ٽپال کاتي ۾ ملازم رهيو هيو. طبيہ ڪاليج ۾ پڙهڻ دوران شاگرد يونين جو جنرل سيڪريٽري ۽ سنڌ طبيہ ڪاليج حيدرآباد مان نڪرندڙ 'سنڌ طبيہ ڪاليج مئگزين' جو ايڊيٽر رهيو. حڪيم قاضي عبدالعزيز حڪيم هجڻ سان گڏ سٺو شاعر پڻ هو. شاعريءَ ۾ سنڌس تخلص 'عزن' هو.

هن جا هيٺيان ڪتابچا لکيل آهن: (1) 'گهرو علاج'، (2) 'تجويز علاج'، (3) 'صحت بازي' (جنرل)، (4) 'صحت سالم' (مشق ڪاپيون). هن جي تصنيف ٿيل ڪتاب 'سالم صحت' بيحد مقبوليت ماڻي. هن 1958ع ڌاري وفات ڪئي. سنڌس مدفن پيرعاليءَ جي مقبري ٻاهران پرديسي پير بدين جي مقام ۾ آهي.

**حڪيم قائم الدين مهر:** حڪيم قائم الدين ولد قادر بخش مهر وقت جو وڏو عالم، حڪيم ۽ سياسي اڳواڻ ٿي گذريو آهي. ڳوٺ موٽاڻي تعلقي پني عاقل ۾ جنم ورتائين. فارسي، عربي تعليم علامہ عبدالقادر کان پنهواريءَ ۾ ورتائين. بعد ۾ دهليءَ وڃي 11 سال حڪيم اجمل خان جي شاگرديءَ ۾ حڪمت سکيو ۽ واپس اچي جيڪب آباد ۾ شفا خانو کوليائين. هي هڪ سٺو جراح بہ هو. حڪيم قائم الدين، روشن خيال سياسي اڳواڻ ۽ تحريڪ آزاديءَ جو اهم ڪارڪن هو. ڪانگريس سان واڳيل رهيو ۽ خلافت تحريڪ ۾ بہ ڀرپور حصو ورتائين. انگريزن کيس هڪ مهيني لاءِ قيد ۾ پڻ رکيو. مولانا تاج محمود امروٽي ۽ رئيس جان محمد جوڻيجي سان ويجهڙائپ رهيس. پيرعلي محمد راشديءَ ڪتاب 'اهي ڏينهن اهي شينهن' ۾ سنڌس ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ: "جڏهن 1938ع ۾ قائد اعظم، جيڪب آباد پهتو تہ مسلم ليگي گم ٿي ويا، سر عبدالله هارون پريشان ٿي ويو، ان تي حڪيم صاحب کي جلسي ۽ ميزبانيءَ جي گذارش ڪيائين. حڪيم صاحب توڙي جو مسلم ليگ مخالف هو پر يڪدم جلسي جو انتظام ڪيائين ۽ ڪانگريس جي ڪارڪنن کي ويس بدلائي سامعين ڪيائين."

حڪيم قائم الدين مهر، دل جي دوري سبب 1959ع ۾ وفات ڪئي.

**حڪيم گل محمد قريشي:** ناميارو حڪيم حاجي مولانا گل محمد قريشيءَ ولد مولانا غلام حسين قريشي ڳوٺ 'ترائي' تعلقي مدئجي، ضلعي شڪارپور ۾ جنم ورتو سنڌس وڏا پنهنجي وقت جا وڏا بزرگ هئا. هي 1922ع کان لاڙڪاڻي ۾ اچي رهيو ابتدائي تعليم هاشم ڳوٺ اسحاق ديري، تعلقي ڳڙهي ياسين مان پرائڻ بعد مولانا مير محمد نورنگيءَ وٽ لاڙڪاڻي ۾ وڌيڪ پڙهيو هن بزرگ لاهوري محلي لاڙڪاڻي واري ديني مدرسي ۾ 13 سال درس ڏنو هن خان بهادر محمد ايوب کهڙي جي مدد سان مدرسي دارالاشاعت لاءِ هڪ پائي في فوٽ جي حساب سان پلاٽ وٺي مدرسو قائم ڪرايو حڪيم صاحب پنهنجي تن تي سدائين چادر ڍڪيندو هو سنڌس مناظرو شيعن جي عالم نواب امير علي لاهوريءَ سان بہ ٿيو مولانا گل محمد قريشي 'معراج رسول' عنوان سان هڪ ڪتابچو لکيو جيڪو حاجي محمد عثمان ميمڻ 'لاهوري محلي، لاڙڪاڻي' مان ڇپرايو ان کان علاوه سنڌس هيٺيان ڪتاب لکيل آهن: (1) 'خلفاءِ رسول'، (2) 'الوظائف قلمي'، (3) 'حقوق السلام' ۽ (4) 'بيان' گل محمد (قلمي).

**حڪيم لقمان** (3000 ق-م): عرب جي قديم برگزيده هستي، حڪمت ۽ دانائيءَ ۾ ضرب المثل حڪيم لقمان دنيا ۾ مشهور آهي. ان دؤر جي شاعرن جهڙوڪ: امرؤ القيس، لبيد، اعشيٰ، طرفه وغيره جي ڪلام ۾ لقمان جو ذڪر موجود آهي. 'سيرت ابن هشام' ۽ 'اسد الغابه' ۾ آهي ته سويد بن صامت جڏهن مديني مان حج لاءِ مڪي پهتو ته حضور صلعم جن ڪي حاجين کي تبليغ ڪندي ٻڌو ته عرض ڪرڻ لڳو ته جيڪي ڪجهه اوهان فرمائي رهيا آهيو، اهو سڀ ڪجهه مون وٽ موجود ڪتاب 'صحيفه لقمان' ۾ موجود آهي. پاڻ سڳورن جي حڪم تي سويد 'صحيفه لقمان' جو ڪجهه حصو بيان ڪيو، اهو ٻڌي پاڻ سڳورا فرمائڻ لڳا ته مون وٽ هن کان گهڻو سٺو ڪلام موجود آهي. حيرت آهي قديم دؤر کان عربن وٽ 'صحيفه لقمان' جي موجودگيءَ جي باوجود حڪيم لقمان جي حسب نسب بابت ڪا خبر نه آهن. حڪيم لقمان کي ڪٿي حضرت ايوب جو ڀاڻيجو ۽ ڪٿي وري حضرت ايوب جو ماسات چيو ويو آهي. هن حضرت ايوب کان علم پرايو ۽ حضرت دائود جي زماني ۾ مشهور عام ٿيو بني اسرائيل قوم جو قاضي رهيو. سندس سلسلهء نسب لقمان بن عنقابن مرون هو. ابن ڪثير مرون کي سدون لکي ٿو ۽ چوي ٿو ته هن کي لقمان بن ثاران به چيو ويو آهي. 'مواهب الرحمٰن' ۾ سندس سلسلهء نسب هن طرح به درج ٿيل آهي. لقمان بن باعور بن ناحور بن تارح ۽ تارح حضرت ابراهيم جو پيءُ هو. حڪيم لقمان جو ذڪر 'دائره معارف يهود' يا 'انجيل' هجي ها، پر ائين نه آهي. القاسمي 'تفسير القاسمي' ۾ لکيو آهي ته بعض علماء اسلام جو خيال آهي ته 'تورات' ۾ مذڪور 'بلعام' مان مراد لقمان آهي.

'روض الانف'، 'تاريخ ابن ڪثير' ۽ 'تفسير ابن ڪثير' ۾ لکيل آهي ته حڪيم لقمان ڪاري رنگ جو حبشي غلام هو، هي نوبه جي رهڻ وارو هو، جيڪو مصر جي ڏکڻ ۽ سوڊان جي اتر ۾ واقع آهي. 'تفسير الڪشاف' ۾ درج آهي ته لقمان درزي هو، امين، حق گو ۽ منصف هجڻ ڪري ڪيس حڪمت عطا ٿي. ابن عباس کان حضور اڪرم ﷺ جي حديث منقول آهي ته: "ٽي حبشي جنت وارن مان آهن، لقمان، نجاشي ۽ بلال. هن بابت 'ڪتاب التيجان' ۾ ڄاڻايل آهي ته هي اصل آفريڪي نه بلڪ عربي نسل هو لائيڊن جي 'انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام' ۾ هيلر لکيو آهي ته حڪيم لقمان هڪ نيڪ فطرت بادشاهه هو. قرآن مجيد ۾ به حضرت لقمان پنهنجي پٽ کي خودپسندي ۽ نخوت کان پري رهڻ جي نصيحت ڪئي آهي. جيئن ته لقمان نج عرب هو ۽ يهودين ۽ نصرانين جي مذهبي يا سياسي تاريخ سان ان جو ڪو به تعلق نه هو انهيءَ ڪري انهن جي ڪتاب ۾ هن جو ذڪر موجود نه آهي. ٻئي طرف عربن کي حڪيم لقمان تي ناز هو اهي هن جو نالو قديم دؤر کان وڏي احترام سان وٺندا هئا. گڏوگڏ قرآن مجيد به هن تاريخي شخصيت کي حيات جاودان عطا ڪئي. يورپ جا عالم حڪيم لقمان ۽ يوناني حڪيم ايسپ کي هڪ ئي تصور ڪندا آهن، پر سيد سليمان ندويءَ انهي ڳالهه جي مخالفت ڪئي آهي. جيئن ته عڪرمه کان روايت آهي ته حڪيم لقمان نبي هو ۽ 'ڪتاب التيجان' ۾ عبدالله ابن عباس کان به منقول آهي ته لقمان نبي هو، پر رسول نه هو. پر 'البداية والنهاية' ۽ 'مواهب الرحمٰن' ۾ عڪرمه جي هن روايت کي ضعيف ۽ غير مصدقه قرار ڏنو ويو آهي. 'تفسير القاسمي' ۾ پڻ اها ڳالهه لکيل آهي ۽ اهو به لکيل آهي ته جمهور سلف جو قول آهي ته لقمان نبي نه هو نه قرآن مجيد ۾ لقمان کي حڪيم چيو ويو آهي ۽ هن کي حڪمت ۽ دانائي، عقل و فراست جي بنا تي عطا ٿي هئي. عرب قوم کي قرآن مجيد ٻڌايو ته، توهان صدين کان جنهن جي عقل ۽ فراست جا قائل آهيو ۽ اهو توحيد جو حامي ۽ شرڪ کي عظيم ظلم قرار ڏيندو هو ان سان گڏوگڏ سورة لقمان ۾ حڪيم لقمان جا پندو نصاح (نصيحتون ۽ نيڪ مشورا) ايترا ته جامع ڏنل آهن، جو انهن تي عمل ڪرڻ انساني اصلاح و فلاح لاءِ ڪافي آهي. 'معارف القرآن' ۾ قرطبي جي حوالي سان بيان ڪيو ويو آهي ته، "وهب بن منبه حڪيم لقمان جي حڪمت جا ڏهه هزار کان مٿي باب پڙهيا هئا." *(حوالو: اردو دائره معارف اسلاميه)*

**حڪيم محمد احسن:** حڪيم محمد احسن سنڌ جي ناليواري حڪيم ۽ سياسي، سماجي اڳواڻ حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي گهر ۾ 1918ع ڌاري جنم ورتو. هيءُ ڪراچيءَ جو ميئر رهيو. هن ابتدائي تعليم ڪراچيءَ ۾ حاصل ڪئي. هن تحريڪ خلافت جي سرگرمين ۾ ڀرپور حصو ورتو. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ۾ ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جو ميئر چونڊيو ويو. آگسٽ 1947ع ڌاري به حڪيم محمد احسن ڪراچيءَ جو ميئر هو ۽ جڏهن 7 آگسٽ 1947ع تي محمد علي جناح دهليءَ کان ڪراچي اچي رهيو هو ته ماڙيپور هوائي اڏي تي سڀ کان پهرين هن ان جو استقبال ڪيو. پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ حڪيم محمد احسن ڪيترن ئي ملڪن ۾ پاڪستان جو سفير مقرر ٿيو. هن 13 سيپٽمبر 1994ع تي وفات ڪئي.

**حڪيم محمد امين سومرو:** حڪيم محمد امين سومرو 1895ع ڌاري هنگورجا، ضلعي خيرپور ميرس ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم اباڻي ڳوٺ مان پرائي ۽ وڌيڪ تعليم لاءِ حڪيم اجمل خان دهلويءَ وٽ پڙهڻ لاءِ ويو، جنهن ڪيس طبيه ڪاليج ۾ داخلا ڏني. تعليم مان فارغ التحصيل ٿيڻ بعد خيرپور موٽي آيو جتي ڪيس ميرن جي شاهي دربار ۾ طبيب خاص جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. ڪجهه وقت بعد خيرپورميرس ڇڏي ڏوري ناري ۾ پنهنجو دواخانو کوليائين ۽ جلد ئي عمرڪوٽ ۽ ان جي آسپاس ۾ وڏي مقبوليت ماڻيائين. ڏوري ناري ۾ اچڻ بعد سندس زندگيءَ جو نئون دؤر شروع ٿيو حڪيم اجمل خان جي صحبت ۾ اچي هن آزاديءَ جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو هيءُ مسلم ليگ جي متحرڪ ڪنڌڙ اهم شخصيتن مان هڪ هو سندس دوا خانو ظاهري طور ته 'شفاخانو' هو، پر اهو آل انڊيا مسلم ليگ جو مرڪز هو. 1938ع ۾ سندس ڪوششن سان ڏوري ناري ۾ آل انڊيا مسلم ليگ جي شاخ قائم ٿي.

حڪيم محمد امين سومري، 12 جون 1965ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

**حڪيم محمد حسن قريشي:** ناليواري حڪيم محمد حسن قريشيءَ 1896ع ڌاري گجرات ۾ جنم ورتو ابتدائي تعليم گجرات مان وٺڻ بعد حڪمت جي تعليم لاهور ۽ دهليءَ مان حاصل ڪيائين. طبيه ڪاليج ۾ پڙهائڻ سان گڏ حڪمت به ڪندو رهيو. 1920ع ڌاري واپس لاهور ۾ اچي رهيو حڪمت جي حلقي ۾ وڏي مڃتا حاصل هئي. ان دوران هن پنجاب ۾ طبي ڪانفرنس جي ٻن جلسن جي صدارت ڪئي. 1946ع ۾ هندستان حڪومت ڪيس طبي ڪميٽيءَ جو ميمبر مقرر ڪيو. ان کان سواءِ طبيه ڪاليج اولڊ بواءِ ايسوسيئيشن جو صدر، پنجاب طبي بورڊ جو ميمبر

طبيه ڪاليج دهليءَ جو ٽرسٽي، طبيه ڪاليج مسلم عليگڙهه جي مجلس انتظاميه جو ميمبر، طبيه ڪاليج ڪميٽيءَ لاهور جو صدر، انجمن حمايت اسلام جو نائب صدر، آل پاڪستان آريو ويدڪ يوناني طبي ڪانفرنس جو صدر ۽ 1958ع ۾ حڪومت پاڪستان طرفان طبي بورڊ جو صدر رهيو. جڏهن ته حڪومت پاڪستان ڪيس سائنسي صنعتي ڪائونسل جي طرفان ادويات ڪميٽيءَ جو ميمبر، طبيه ڪاليج لاهور جو پرنسپل ۽ 1965ع ۾ حڪومت پاڪستان طبي بورڊ جو صدر مقرر ڪيو. هيءَ حڪيم سان گڏ بهترين ڪهاڻيڪار به هو. سندس شمار لاڙڪاڻي جي سينئر ڪهاڻيڪارن ۾ ٿيندو هو. سندس گهرواري نسيم اختر گورنمنٽ گرلز ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻي جي پرنسپال رهي. حڪيم محمد حسن حڪمت تي ڪيترائي ڪتاب لکيا. جن ۾: (1) ’طبي فارماڪوپيا‘، (2) ’ملڪ مرواريد‘، (3) ’بياض خاص‘، (4) ’بياض مسيحا‘، (5) ’دستور الاطباء‘، (6) ’رموز طب‘، (7) ’تذڪره الاطباء‘ ۽ (8) ’مسيح الملڪ‘ قابل ذڪر آهن.

**حڪيم محمد سعيد:** نامور حڪيم، عالم ۽ سنڌ جو اڳوڻو گورنر حڪيم محمد سعيد، 9 جنوري 1920ع تي دهليءَ ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم کان پوءِ هن حڪمت ۽ طب نبوي ﷺ جي تعليم حاصل ڪئي ۽ حڪمت سان گڏ معلومات جي اشاعت جو سلسلو شروع ڪيائين. 1940ع ۾ ’همدرد صحت‘ نالي رسالو شروع ڪيائين، جيڪو اڄ تائين شايع ٿيندو رهي ٿو. ورهاڱي دوران سندس خاندان ڪراچيءَ ۾ اچي رهائش پذير ٿيو. حڪيم محمد سعيد 1948ع ڌاري ’همدرد فائونڊيشن‘ نالي ادارو قائم ڪيو، جنهن هيٺ هن قدرتي جڙي ٻوٽين مان ڪيترا ئي مفيد طبي نسخا تيار ڪيا. ٿوري ئي عرصي ۾ ’همدرد‘ کي هربل دوائون تيار ڪندڙ وڏي اداري جي سڃاڻپ ملي وئي. همدرد فائونڊيشن طرفان اشاعت جو سلسلو به شروع ڪيو ويو. اسلامي معلومات سان گڏ طبي ڄاڻ جا ڪتاب ۽ رسالا ڇاپيا ويا. حڪيم محمد سعيد گهڻ پاسائين شخصيت هو. هو هڪ ئي وقت سنو طبيب، سائنس توڙي مذهبي علم جو ڄاڻو، محقق، مترجم ۽ اديب هو. هن ٻارن جي ذهني تربيت ۽ تفريح لاءِ اردو رسالو ’نونهال‘ به جاري ڪيو ۽ ڪيترا سال ان جو ايڊيٽر رهيو. حڪيم محمد سعيد علم جي روشني پکيڙڻ لاءِ 1985ع ۾ ’همدرد يونيورسٽيءَ‘ جو بنياد رکيو. هن وقت انهيءَ يونيورسٽيءَ سان ’ميڊيڪل ڪاليج‘، ’ڊينٽل ڪاليج‘، ’المجيد ڪاليج آف ايسٽرن ميڊيسن‘، ’محمد الياس انسٽيٽيوٽ آف هربل سائنس‘، ’همدرد اسڪول آف سوشل سائنسز‘ جهڙا ادارا لاڳاپيل آهن. حڪيم سعيد طب جي موضوع کان سواءِ اسلام، تعليم، صحت، مسلم سائنسدانن ٻارن جي ادب، سائنس ۽ تاريخ جي موضوعن تي ڪيترا ڪتاب لکيا ۽ ترجمو ڪيا. سندس ايڊٽ ڪيل ڪتابن جو تعداد 200 کن آهي. سندس 46 ڪتاب اردوءَ ۾ ۽ 43 ڪتاب انگريزيءَ ۾ شايع ٿيا، جن مان اٺ ٻارن لاءِ لکيل آهن. ’همدرد ميڊيڪس‘ ۽ ’همدرد اسلاميڪس‘ نالي هن عالمي سطح جا ٻه تحقيقي جرنل به جاري ڪيا.



حڪيم محمد سعيد، جولاءِ 1993ع کان جنوري 1994ع تائين سنڌ جو گورنر رهيو. هو سياست ۽ سماجي ڪمن ۾ آزاد حيثيت سان سرگرم رهيو، پر سندس سماجي خدمتن ۽ سچ گوئي ڪن سماج دشمن شخصن کي پسند نه آئي. ان ڪري هنن ڪيس گولين جو نشانو بڻائي 17 آڪٽوبر 1998ع تي ان وقت شهيد ڪيو ويو جڏهن صبح جو هو دستوري چهل قدميءَ کان پوءِ پنهنجي دواخاني طرف وڃي رهيو هو. حڪيم سعيد جي زندگيءَ جو مقصد علم جي پکيڙ ۽ نئين نسل جي مستقبل لاءِ موقعا فراهم ڪرڻ رهيو. هو هڪ رحمدل ۽ امن پسند انسان هو. سندس قائم ڪيل ادارا اڄ به نوجوانن لاءِ مشعل راهه آهن. سندس شروع ڪيل اشاعتي سلسلو اڄ سوڌو جاري آهي، جنهن مشن کي سندس ڌيءَ سعديه جاري رکيو پئي اچي. حڪيم محمد سعيد جي خدمتن جي اعتراف طور 2002ع ۾ ڪيس نشان امتياز اوارڊ ڏنو ويو. سندس نالي تي هڪ تحقيقي مرڪز ’اداره سعيد‘ قائم ڪيو ويو آهي، جتي صحت، تعليم، سماجي علمن ۽ اسلامي موضوعن تي ڪيترائي نوجوان تحقيق ۾ مصروف آهن.

**حڪيم محمد صادق راڻيپوري:** مولوي حڪيم محمد صادق ولد الله بخش راڻيپوري پنهنجي وقت جو وڏو حڪيم ۽ عالم ٿي گذريو آهي. هن ڳوٺ جليل ڪنيڙا ۾ جنم ورتو. 1883ع ڌاري ڪيس چاچڙان شريف جي پرائمري اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. هن جو والد پنجاب جي مشهور شاعر ۽ بزرگ خواجه غلام فريد جو خليفو هو. 1313هه/1895ع ڌاري خواجه غلام فريد جي وفات کان پوءِ سندس خاندان راڻيپور لڏي آيو ۽ پير ابو محمد صالح شاهه جيلانيءَ کين راڻيپور ۾ وڏي عزت سان رهايو. مولوي محمد صادق کي پير ابو محمد صالح راڻيپور ۾ ميان الهه بخش عباسيءَ کان فارسيءَ جي تعليم ڏياري. ان کانپوءِ مولانا عبدالغفور همايونيءَ وٽ ڪيس پڙهڻ لاءِ ڇڏيو. عربيءَ جي تعليم لاءِ مولوي عبدالرئوف ۽ الحاج محمد صاحب لغاريءَ سانگهڙ واري کي مقرر ڪيائين. جن وٽان سندس دستاربندي ٿي. ان کانپوءِ هن درس ۽ تدريس جو سلسلو شروع ڪيو.



ان وقت خيرپور جي والي هز هائينس مير علي نواز خان ’ناز‘ هن لاءِ شاهي خزاني مان ماهوار وظيفو ۽ پينشن مقرر ڪئي. ان کان سواءِ ڪيس پروانو به ڏنو ويو. ان دوران هن مير علي نواز خان جي هدايتن تي ’دعوة الاعتصام بدين الاسلام‘ نالي هڪ رسالو جاري ڪيو، جنهن ۾ خاص طور اسلام ۾ پيدا ٿيل فرقن تي نقط چيني ڪئي ويندي هئي. هن رسالي ذريعي سمورن فقهن کي گڏجڻ جي تلقين ڪئي ويندي هئي.

هن ’دين الله تحريڪ‘ جي نسبت سان God's Religion نالي انگريزيءَ ۾ رسالو به ڪڍيو. 1923ع ڌاري قاديانين خلاف محاذ قائم ڪيو ۽ ڪيترين هنڌن تي سندن خلاف جلسا ڪرايائين. هيءَ اعليٰ پايي جو حڪيم به هو. سندس خدمتن عيوض نواب صاحب جهوناڳڙهه 1945ع ۾ ڪيس ماهوار پينشن ڏيڻ لاءِ پروانو ڪڍيو. ڪيس مختلف هنڌن تان حڪمت جي حوالي سان ڪيترا آفرينناما مليل هئا. هن شاعري به ڪئي. علم عروض جي قاعدن جي ڄاڻ رکندو هو. سندس اڪثر شاعري ’فارسي ناما‘ ۾ ملي ٿي.

**حڪيم محمد صادق طالب:** ناميارو حڪيم، شاعر ۽ اديب محمد صادق طالب، 1903ع ڌاري خيرپور ناٿن شاهه ۾ ڄائو. پنهنجي وقت ۾ اعليٰ پايي جو حڪيم ٿي گذريو آهي. ڪيس علم ادب سان ننڍي هوندي کان چاهه هيو. 1963ع ڌاري هن 'بزم طالب' جو بنياد وڌو. سندس لکيل ڪتابن ۾: (1) 'تحفہ خيرپور ناٿن شاهه' (2) 'محمد صادق الامين'، (3) 'ديوان طالب'، '(4) 'خير الادب' ۽ (5) 'طب روحاني' قابل ذڪر آهن. محمد صادق کي درس تدريس سان به گهڻو چاهه هو هن 1954ع ۾ خيرپور ناٿن شاهه ۾ 'مدرسہ خير العلوم' سميت گرلس هاءِ اسڪول جو بنياد وڌو. هن خاص ڪري نياڻين جي تعليم جي فروغ لاءِ وڏيون ڪوششون ڪيون. هن 28 جون 1967ع تي وفات ڪئي.

**حڪيم محمد صادق 'مورائي' قاضي:** ناليوارو عالم، مفتي، علم حديث ۽ علم تفسير جو ڄاڻو حڪيم ۽ شاعر قاضي محمد صادق ولد مخدوم ميان عبدالرئوف مورائي، 13 ذوالقعد 1300هه/ 15 سيپٽمبر 1883ع تي موري ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم فيروز شاهه، ضلعي دادوءَ جي قديم درسگاهه مان حاصل ڪيائين. فارغ التحصيل ٿيڻ بعد علم طب جي تحصيل مولانا عبدالغفور همايونيءَ وٽان 1322هه/1904ع ۾ ڪيائين. علمِ قلندري ۽ علمِ باطني ڪيس والد وٽان اويسي وهبي طريقي سان مليو. قاضي محمد صادق تحرير ۽ فتويٰ نويسيءَ جو وڏو ڄاڻو هو. هيءَ اعليٰ درجي جو ڪاتب، خط نويس ۽ نستعليق جو ماهر ۽ اسلامي تاريخ جو به اعليٰ پايي جو مصنف هو. ڪيس علم ميراث جي به وڏي ڄاڻ هئي. ڪيترن ئي وڏن عالمن جي فتوائن ۽ تحريرن کي غلط قرار ڏيندي، انهن جو رد لکيائين. سنڌي ۽ فارسي ٻولين ۾ شاعري به ڪيائين. سندس ڪلام ۾ تصوف ۽ فقيريءَ جو رنگ نمايان نظر اچي ٿو. سندس تخلص سنڌي شاعريءَ ۾ 'صادق' ۽ 'فقير' هو. جڏهن ته فارسيءَ ۾ 'واعظ' تخلص ڪتب آڻيندو هو. سندس وڏو پاءُ حڪيم محمد صديق مورائي به وقت جو وڏو جيد عالم ۽ خلافت تحريڪ جو اڳواڻ ٿي گذريو آهي.

حڪيم محمد صادق مورائيءَ ڪيترائي ڪتاب تصنيف ڪيا، جن مان: (1) 'بيان صادق'، (2) 'ڪالم صادق' ۽ (3) 'تحريرون ۽ فتوائون' اهم آهن.

هن 16 ذوالحج 1388هه / 6 مارچ 1969ع تي وفات ڪئي.

**حڪيم، محمد صالح ڪانڌڙو:** سائين جي. ايم. سيد جي ويجهي ساٿي، اديب ۽ مشهور حڪيم محمد صالح ولد مير خان ڪانڌڙي، 14 جون 1912ع تي سن شهر ۾ جنم ورتو پنج درجا سنڌي پڙهڻ بعد عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. غربت سبب مزدوري ۽ واپار به ڪيائين. ٻه شاديون ڪيائين. پهرين گهرواريءَ مان 6 پُٽ ۽ 4 نياڻيون ٿيس، پر اوچتو ملڪ ۾ ڪالرا جي بيماري پئي، جنهن ۾ سندس سمورا ٻار ۽ هڪ پاءُ گذاري ويا. سندس ماءُ ۽ پاڻ وڃي بچيا. ڪافي وقت کان پوءِ ماءُ جي ضد تي ٻي شادي ڪيائين، جنهن مان 4



پُٽ ۽ ڇهن نياڻين جو اولاد ٿيس. 1937ع کان حڪمت شروع ڪيائين. ابتدا ۾ ڪنهن هندو پنساريءَ کان نسخا ورتائين، پوءِ حڪمت جي ماهرن: حڪيم گل محمد، حڪيم سيد حيدر شاهه (قاضي احمد واري)، مولوي نور محمد نوراني (سکر واري)، حڪيم حبيب الله شاهه (جيڪب آباد واري) کان نسخا حاصل ڪيائين ۽ طبي ڪاليج اسلام آباد مان طب جي ڊگري حاصل ڪيائين ۽ پوري ملڪ ۾ ڏهين پوزيشن کڻي پاس ٿيو هو سندس طبيعت مزاح واري ۽ گفتگو وڻندڙ هئي، جنهنڪري ماڻهو وٽس تمام گهڻا ايندا هئا. سندس حڪمت جو دڪان ڇڻ ڪچهريءَ جو آستان هوندو هو. ڪيس تمام گهڻي ڄاڻ هئي، حافظو به ڪمال جو هوندو هئس. ايندڙ مريضن کي شاهه لطيف ۽ راضي فقير جا بيت ٻڌائيندو هو جي. ايم. سيد جو عقيدتمند ۽ صحبتي هو روزانو شام جو وٽس ڪچهريءَ لاءِ ويندو هو 1971ع ۾ جڏهن جي. ايم. سيد شيخ مجيب الرحمان جي دعوت تي 17 ماڻهن جو وفد بنگلاديش موڪليو ته ان جا اڳواڻ سيد امداد محمد شاهه، رئيس علڻ خان ٿيٻو ۽ حڪيم محمد صالح ڪانڌڙو هئا. اتي سندس تقرير شيخ مجيب الرحمان کي گهڻو متاثر ڪيو هو حڪيم صاحب جا ڪم قابل تعريف آهن. هو سن ۾ شاهه حيدر ايڊيوڪيشنل سوسائٽيءَ جو بنياد وجهندڙن مان هو. هن سوسائٽيءَ طرفان شهر جي دڪاندارن کان پنجن پئسن جي حساب سان روزانو چندو ورتو ويندو هو جنهن مان پسگردائيءَ جي غريب شاگردن لاءِ يونيفارم، ڪتابن ۽ فين وغيره جو خرچ پريو ويندو هو. ان ريت ڪيترن غريب شاگردن جي مدد ٿيندي هئي. اها سوسائٽي اڄ به ساڳيءَ ريت ڪم ڪري رهي آهي. هن وقت ان سوسائٽيءَ کي سيد ضياءَ شاهه هلائي رهيو آهي. هن سوسائٽيءَ طرفان 15 شاگرد ڪئناڊا موڪليا ويا آهن.

حڪيم محمد صالح لطيف شفاخانو هلائيندو هو. جتي استادن ۽ شاگردن جو علاج مفت ڪندو هو حڪيم صاحب مولوي عبدالخالق (بهاولپور)، مولوي محمد صالح سيال (دادو)، مولانا خسرو (حيدرآباد دکن) کان گهڻو متاثر هو هن جي. ايم. سيد جي ڪچهرين مان تمام گهڻي ڄاڻ حاصل ڪئي. سندس اوطاق به مشهور هوندي هئي، جتي جي. ايم. سيد جي سالگرهن جي موقعن تي 1968ع کان 1996ع تائين سوين ماڻهن جي رهائش جو بندوبست هوندو هو.

حڪيم صاحب ٽي ڪتاب: (1) مجربات صالحين، (2) تجربات صالحين ۽ (3) صحبت صالحين لکيا.

سندس اولاد مان وڏو پٽ ڊاڪٽر عبداللطيف ڪانڌڙو 'اسڪول آف ميل نرسنگ' ۾ نرسنگ ٽيوٽر آهي، ٻيو پُٽ عبدالستار ڪانڌڙو سيوهڻ ڪاليج جو پرنسپل آهي، ٽيون پُٽ مظهر علي ڪانڌڙو سن شهر ۾ اسپيئر پارٽس جو دُڪان هلائيندو آهي ۽ چوٿون پٽ علي محمد ڪانڌڙو ياماها ڪمپنيءَ ۾ ڊپٽي پراڊڪشن مئنيجر (بلوچستان) آهي. سندس هڪ نياڻي آپا نذيران جيڪا سائنس حڪمت ۾ هٿ ونڊائيندي هئي، سا مدوائيف جي نوڪري ڪري ٿي.

حڪيم محمد صالح 12 نومبر 1996ع تي وفات ڪئي.

**حڪيم محمد صديق مورائي:** خلافت تحريڪ جو اڳواڻ، عالم ۽ شاعر حڪيم مولوي محمد صديق ولد مخدوم ميان عبدالرئوف قاضي، 5 جمادي الثاني 1298ھ مطابق 10 مئي 1881ع تي موري شهر، ضلعي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. حڪيم مولوي محمد صديق دستاربند عالم، لاثاني حڪيم، شاعر، بهترين ڪاتب ۽ بي لوث سياستدان هو. هيءُ فارغ التحصيل عالم هو. هن موري ۽ پوءِ نوابشاهہ ۾ پنهنجو طب خانو کوليو. طب ۾ ڪيس ڪلڪتي ۽ دهليءَ مان سندون مليل هيون. سندس باطني نسبت پرچونديءَ وارن بزرگن سان هئي، جن پاران ڪيس هلڪي سليٽي يا سائي رنگ مائل خلافت جو خرقو بہ مليل هو. هن وصيت ڪئي هئي تہ ڪيس ان ئي خرقي جو ڪفن ڏنو وڃي. قاضي محمد صديق مورائي عملي سياست جي شروعات خلافت تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ سان ڪئي. پهرين خلافت ڪانفرنس 1919ع ڌاري حيدرآباد ۾ مخدوم غلام محمد ملڪاڻيءَ جي صدارت ۾ ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي مشهور عالمن، پيرن ۽ اڳواڻن حصو ورتو. ان ڪانفرنس ۾ مشهور روزاني اخبار 'الوحيد' جاري ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. مرحوم حافظ محمد 'احسن' چني جي لکت موجب تہ: هن اخبار جو نالو خليفي وحيدالدين جي پويان 'الوحيد' جي تجويز پيش ڪندڙ بہ حڪيم محمد صديق مورائي هو. ترڪيءَ تي مڙهيل سخت ترين شرطن تي نظرثاني ڪرڻ لاءِ ان وقت جي وائسراءِ ۽ گورنر جنرل 'لارڊ چيلمسفورڊ' کي 22 جون 1920ع تي پيش ڪيل ياداشت نامي تي هن بزرگ جي صحي موجود آهي. قاضي محمد صديق خلافت تحريڪ دوران ساهتيہ پرڳڻي جي مختلف شهرن ۾ خلافتي جلسن ۾ انگريز سرڪار خلاف تقريرون ڪيون. نتيجي طور ڪيس 16 آڪٽوبر 1920ع ۾ ٻارهن مهينا سخت سزا ڏئي جيل موڪليو ويو. ڪورٽ سزا جو اعلان ڪيو ۽ ڪيس چيو تہ جيڪڏهن هو ضامن ڏئي تہ ڪيس آزاد ڪيو ويندو پر قاضي صاحب ضامن ڏيڻ کان انڪار ڪيو. حڪيم محمد صديق 'اڪسير صديقي' (جيڪا ٻارن جي بيمارين لاءِ هئي) دوا پڻ تيار ڪئي. هيءُ حڪيم هجڻ سان گڏ سٺو شاعر بہ هو. ڪيس علم عروض تي عبور حاصل هو. هن سنڌي، فارسي توڙي عربيءَ ۾ شاعري ڪئي. هن ڪيترائي ڪتاب لکيا، جن ۾ شاعريءَ جا بياض، طبي بياض ۽ فتوائن/ تحريرن جا بياض وغيره شامل آهن.



قاضي محمد صديق 7 شعبان 1349ھ مطابق 1930ع ۾ وفات ڪئي، سندس آخري آرام گاهہ والد جي پير ۾ 'خليفي صاحب جي مقام' ۾ آهي.

**حڪيم محمد صديق، مولوي، سيتائي:** مولوي حڪيم محمد صديق سيتا وليج، ضلعي دادو ۾ ڄائو. هيءُ بزرگ معقول ۽ منقول جي علمن جو وڏو ماهر هو. ڪلام، گفتگو ۽ مناظرن ڪرڻ ۾ ڪيس مهارت حاصل هئي. هيءُ اعليٰ پايي جو حڪيم هو. صبح کان شام تائين مريضن جو انبوهہ وٽس موجود رهندو هو. مختلف ديني علمن جي تحصيل مخدوم حاجي حسن الله پاٽائيءَ وٽان حاصل ڪرڻ بعد سيتا ۾ مدرسو قائم ڪيائين. حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، مولوي عبدالعزيز ملڪاڻي، مولوي عبدالرزاق ٻوڪائي، مولوي عبدالله سيتائي، مولوي رحمت الله سيتائي، مولوي عبدالقيوم بختيارپوري ۽ مولوي عبدالرؤف بختيار پوري انهيءَ مدرسي مان پڙهيا.

**حڪيم محمد عمر لاڪو:** حڪيم مولانا محمد عمر لاڪو ولد ميان حڪيم مولوي محمد حسين لاڪو 1319ھ/ 1901ع ۾ ڳوٺ دودي ٻگهيي ضلعي شهيد بينظيرآباد (نوابشاهہ) ۾ جنم ورتو. فارسي، عربي ۽ طبي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪيائين. مختلف ڳوٺن جي مدرسن ۾ فارسي ۽ عربي تعليم ڏيندو رهيو. آخر ۾ ڳوٺ بهار جي ڪور، دولتپور صفن ۾ رهائش اختيار ڪري ديني ۽ طبي خدمتون انجام ڏيندو رهيو. هيءُ سٺو شاعر بہ هو. شاعريءَ ۾ مفتون ۽ احقر تخلص ڪتب آڻيندو هو. لکيل ڪتابن ۾: (1) سرور ڪائنات، (2) حضرت بايزيد بسطامي، (3) اندر جي اکير، (4) ٻہ ٻہر جون خاصيتون شامل آهن.

هن 20 صفر 1379ھ/ 26 آگسٽ 1959ع تي ڳوٺ بهار جي ڪور ۾ وفات ڪئي.

**حڪيم محمد واصل درس:** ٺٽي جو رهواسي محمد واصل ولد رحمت الله درس پنهنجي وقت جو ناميارو عالم، فاضل ۽ بهترين شاعر ٿي گذريو آهي. هن جي شاعري اعليٰ پايي جي آهي. هن پنهنجي ڪلام تي مبني هڪ مثنوي 'گلزار واصل' ترتيب ڏني، جنهن ۾ سندس 7518 شعر شامل هئا. هن مثنويءَ ۾ سسئي پنهونءَ جو داستان منظوم ٿيل آهي. سندس مثنوي مڙني شاعراڻين خوبين جو پنڊار معلوم ٿئي ٿي. هن مثنويءَ کان سواءِ غزل جي صنف ۾ پڻ شاعري سرجي آهي.

**حڪيم محمد يوسف کتري:** حڪيم محمد يوسف ولد محمد صالح کتري 1959ع ڌاري ماتليءَ ۾ جنم ورتو. سندس خاندان اصل ۾ ڪڇ جو رهاڪو هو. جيڪو اتان لڏي سيدپور ٽکر ۾ اچي آباد ٿيو. حڪيم صاحب پرائمريءَ کان مئٽرڪ تائين تعليم ماتليءَ مان ورتي. جڏهن تہ بي. اي مير غلام علي ڏگري ڪاليج ٽنڊي محمد خان مان ڪيائين. هن ايم. اي (سنڌي) سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان ڪئي ۽ ايل. ايل. بي جو امتحان حيدرآباد جي سٽي لا ڪاليج مان ڏنائين. هن 1979ع ۾ اعظم طبيہ ڪاليج مان 'فاضل الطب والجراحت' جو ڪورس مڪمل ڪيو. گڏوگڏ خانہ فرهنگ ايران مان فارسيءَ جي تعليم بہ ورتائين. هن ٽنڊي محمد خان ۾ لطيفي دواخاني جو بنياد وڌو. لطيفي طبي اڪيڊمي قائم ڪري طب جي موضوع تي 19 ڪن مفيد ڪتاب شايع ڪيا. جيڪي اڪثر سندس ترتيب ڏنل آهن. جن ۾: (1) قرابادين لطيفي (چار جلد (2) علم الدويہ (چار جلد)، (3) ڪشتہ جات حسيني، (4) مجربات حسيني، (5) رموز حڪمت، (6) نم جا فائدا، (7) سونفن جا فائدا، (8) ڪينسر ۽ طب يوناني، (9) مفتاح النبض، (10) جوهر ماهر، (11) تاريخ کان اڳ جو آدم، (12) رلي رلي جهان ڏٺم، (13) ٽنڊو محمد خان جي تاريخ جو تنقيدي جائزو اچي وڃن ٿا.



لطيفي طبي اڪيڊميءَ طرفان ماهوار رسالو ’صحت سرير جي‘ شايع ٿيندو رهي ٿو ان ڪان سواءِ هن هڪ ادبي اخبار ’ذات‘ بہ جاري ڪئي، جيڪا ڪافي سال هلي، پر مٿس هڪ ڪيس داخل ٿيڻ بعد اخبار کي بند ڪيو ويو. هن ٽنڊي محمد خان ۾ ڪيترا سال وڪالت بہ ڪئي. هي سلو ليکڪ ۽ نقاد بہ آهي. هن لطيفيات جي موضوع تي ڪافي لکيو آهي. سندس مضمون ’لطيف ڊائجيسٽ‘، ’نئين زندگي‘، ’ڪينجهر‘ ۽ ٻين مختلف رسالن ۾ شايع ٿي چڪا آهن.

**حڪيم مخدوم محمد مراد صديقي:** سنڌ جو ناليوارو حڪيم مخدوم محمد مراد صديقي ولد مخدوم محمد حسن صديقي 1925ع ڌاري سيوهڻ ۾ ڄائو. هيءُ ابتدائي طور عربي ۽ فارسي پڙهيو. ڪيس انگريزيءَ تي بہ وڏو عبور هو. هن پنهنجي ذاتي ڪوشش سان هڪ عاليشان لائبرري قائم ڪئي، جيڪا سنڌ جي مثالي لائبرري آهي. هن لائبرريءَ ۾ 56 هزار کان بہ وڌيڪ ڪتاب موجود آهن. لائبرريءَ ۾ اسلام، تاريخ، ادب، سماجيات سميت هر علم تي ڪتاب موجود آهن. هن لائبرري متعلق دنيا جي معروف نشرياتي اداري بي. بي. سي خاص رپورٽ هلائي. حڪيم مراد کي بلوچي، پشتو، سرائيڪي، پنجابي، بروهي ۽ ٻين زبانن تي بہ عبور هو. هيءُ مريضن سان سندن مادري ٻولين ۾ ڳالهائيندو هو. حڪيم مخدوم محمد مراد صديقي جامع مسجد قاضي محلا ۽ مرڪزي قديم عيدگاهہ جو خطيب ۽ پيش امام بہ رهيو. هن ڪيترن ئي غريب شاگردن کي پنهنجي خرچ تي تعليم ڏياري. هي غريب ۽ بي سهارا ماڻهن جو مفت علاج ڪندو هو.

قلندر لال شهباز جي درگاهہ لاءِ حڪومت پاران جوڙيل نگهبان ڪميٽيءَ جو چيئرمئن بہ مقرر ٿيو ۽ درگاهہ جون چابيون سندس حوالي ٿيون. سندس خاص ڪوشش سان حضرت لعل شهباز قلندرؒ جي عرس تي سڀ کان پهرين ادبي ڪانفرنس منعقد ٿي، جيڪا اڄ ڏينهن تائين ٿيندي رهي ٿي. وٽس ٻاهرين ملڪن کان بہ مريض علاج لاءِ ايندا هئا. سيوهڻ ۾ پري کان ايندڙ مريضن کي مفت رهائش جي سهولت ڏني ويندي هئي. سندس دواخاني جون شاخون سيوهڻ، حيدرآباد ۽ ڪراچيءَ ۾ قائم هيون، جتي پاڻ هر هفتي مقرر ڏينهن تي مريضن جو علاج ڪندو هو. حڪيم مخدوم مراد صديقي 15 حج ۽ 35 کان وڌيڪ عمرا بہ ڪيا. سعودي عرب جا ڪيترائي عرب امير بہ وٽس علاج لاءِ ايندا هئا. ڪراچيءَ ۾ سندس رهائش گلشن اقبال ۾ هوندي هئي، جڏهن تہ دواخانو فيڊرل بي ايريا ۾ هو. ڪيس ست پٽ ۽ ٽن نياڻين جو اولاد آهي. سندس پٽ بہ ڊاڪٽر ۽ حڪيم آهن.

**حڪيم ميان معين الدين ڪنياروي:** حڪيم معين الدين جو جنم ڪنيارين جي ڳوٺ تعلقي سڪرنڊ ۾ 1893ع ڌاري ٿيو هيءُ ڪنيارن واري بزرگ ميان محمد ۽ ميان عبدالحق جو پوٽو هو. هي اصل ذات جو ڪيريو هو پر سندس بزرگن جي نقشبندي سلسلہ طريقت هئڻ ڪري، هن وقت ميان صاحب سڏبا آهن. حڪيم معين الدين جو اصل نالو حزب الله هو



قرآن شريف جي تعليم پنهنجي والد وٽان ان بعد حافظ گلشير ۽ قاضي محمد صديق جهونجهاڻ وٽ پڙهيو ۽ عربيءَ جي تعليم هن مولوي احمد علي لاهوريءَ، حافظ محمد اڪرم هالائي ۽ مولوي محمد صديق راڻيپور واري وٽ ورتي، خلافت جي اوائلي دؤر ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ دهليءَ ويو ۽ اتي ’طبيہ ڪاليج پٽيالا‘ ۾ داخل ٿي سند ورتائين. پاڻ طب جو ماهر هو. فڪري حوالي کان مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي عقيدتمندن مان هو. 1917ع کان وٺي دادو شهر ۾ وڃي ويٺو ۽ حڪمت شروع ڪيائين. سن جي ڳوٺ جا ميمڻ سندس درگاهہ جا مريد آهن. دادوءَ کان ڳوٺ ويندي سن کان اچ وڃ جي سهولت هئڻ ڪري سن ۾ سندس گهڻو اچڻ ٿيندو هو. ڪجهہ عرصي کانپوءِ دادو مان لڏي نوابشاهہ ۾ وڃي طب جو ڪم شروع ڪيائين.

حڪيم محمد معين ڪنيارويءَ جا سائين جي. ايم. سيد سان ويجها تعلقات رهيا هئا. 1920ع ۾ لاڙڪاڻي خلافت ڪانفرنسن ۾ جي. ايم. سيد کي ميان صاحب وٺي ويو هو. پاڻ 1925ع ڌاري نوابشاهہ ۾ هڪ عاليشان لائبرري تعمير ڪرايائين، جنهن ۾ هزارين ڪتاب ۽ قلمي نسخا رکيائين. جڏهن بنگلاديش تي فوجي چڙهائي ٿي هئي تہ ڪن سڄڻن جي مشوري بعد جي. ايم. سيد سعودي عرب ۾ حڪيم معين الدين ڪنيارويءَ وٽ وڃي رهيو هو.

هن تيرنهن ذوالحج 1389هہ مطابق 20 جنوري 1970ع تي وفات ڪئي.

**حڪيم مير محمّد وفا لکوي:** حڪيم سيد مير محمد وفا لکوي ’نسيم الصبا الاصلاح هواء الوحا‘ جو مؤلف، معالجات توڙي مجربات جي حوالي سان سنڌ ۾ ’بوعلي ثاني‘ ليکيو ويندو هو. سندس فرزند سيد غلام محمد ۽ سيد مير نور علي شاهہ بہ انهيءَ ابتدائي دؤر جا مشهور ۽ معروف حڪيم ۽ شاعر هئا. سندس مجربات ۽ ٻيا طبي ڪتاب اڃا تائين اهم ليکيا وڃن ٿا.

**حڪيم ويرومل آريا پريمي:** حڪيم ويرومل حيدرآباد جو رهاڪو هو. ڪيس پنهنجو وڏو دواخانو هوندو هو، جنهن جون دوائون ايتريون تہ مشهور هيون جو افغانستان، راجستان ۽ ڪلڪتي تائين هلنديون هيون. حڪيم ويرو مل هڪ طبي رسالو بہ ڪڍندو هو، جيڪو ڪافي مشهور هو. ورهاڱي کان پوءِ ڀارت لڏي ويو.

**حلال:** هيءُ عربي ٻوليءَ جو اصطلاح آهي، جنهن جو مفهوم مباح، روا، جائز قرار ڏيڻ وغيره آهي. اسلامي شريعت موجب اها شيءِ جيڪا قرآن ۽ سنت جي هدايت مطابق واپرائڻ جوڳي قرار ڏني وئي هجي، اها حلال آهي. حلال شيون اهي آهن جيڪي قرآن شريف ۽ سنت مطابق جائز ڪيون ويون آهن. انهيءَ کانسواءِ حلال جي هڪ تعريف هيءَ بہ آهي تہ: هر اهو ڪم جائز آهي، جنهن سان الله تعاليٰ جي نافرماني نہ ٿئي. حديث نبويؐ آهي تہ ”جنهن چاليهن ڏينهن تائين رزق حلال کاڌو الله تعاليٰ ان جي قلب کي منور ڪري ڇڏيندو ۽ ان مان حڪمت جا سرچشما نڪرندا.“ جانورن جو گوشت کائڻ کان پهرين هيءُ جائزو وٺڻ لازمي هوندو آهي تہ ڇا اهو حلال جانور آهي ۽ ڇا ان کي تڪبير پڙهي ذبح ڪيو ويو آهي يا نہ. اهو جائزو وٺڻ کانپوءِ ان جانور جو گوشت کائي سگهجي ٿو اهو انسان جي پنهنجي هٿ ۾ آهي تہ هو حلال شين مان جن کي استعمال ڪري ۽ جن کي چاهي ترڪ ڪري. حديث نبويؐ ۾ آهي

تہ: 'حلال' اها شيءِ آهي جنهن کي الله تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۾ حلال ڪري ڇڏيو ۽ حرام اها شيءِ آهي جنهن کي الله تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۾ حرام قرار ڏنو ۽ جنهن جي باري ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ پنهنجي ڪتاب ۾ سڪوت اختيار ڪيو، اها اوهان لاءِ معاف ۽ مباح آهي.

**حل العقود في طلاق السنود** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور عالم محمد جعفر بوبڪائيءَ جو تصنيف ڪيل آهي. ڪتاب ۾، طلاق ڏيڻ جا نمونا ۽ ان متعلق شرعي احڪام بيان ڪيل آهن. هن ڪتاب مان ڏهين صدي هجريءَ دوران سنڌ ۾ تمدني حالتن ۽ ڳالهائجندڙ زبانن متعلق ڀرپور ڄاڻ ملي ٿي. هن ڪتاب مان اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ انهيءَ دؤر ۾ سنڌ ۾ طلاق ڏيڻ جو مسئلو تمام اهم ۽ نازڪ معاملو هوندو هو. مخدوم جعفر بوبڪائيءَ انهيءَ مسئلي تي ان زماني ۾ جيڪي بہ فتوائون صادر ڪيون هيون يا جيڪي ننڍڙا رسالا لکيا هئا، تن سڀني کي هن ڪتاب ۾ درج ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ استعمال ٿيل سنڌي نثر جو نمونو، سنڌي زبان ۽ نثر نويسيءَ جو قديم نمونو آهي. مخدوم صاحب سنڌي معاشري ۾ اهڙن استعمال ۾ آيل لفظن، محاورن ۽ فقرن جي لغوي ۽ مرادي معنيٰ ڏني آهي. شرعي قانون تي فقہ جي روشنيءَ ۾ بحث ڪيو ويو آهي. ان وقت جي سنڌي عالمن ۽ فقہ جي ڄاڻن انهيءَ مسئلي تي پنهنجي پنهنجي نقطئہ نگاھ ڪان جيڪي فتوائون ڏنيون آهن، انهيءَ مسئلي کي آڏو رکي مخدوم صاحب هيءُ ڪتاب تصنيف ڪيو. سنڌ جي مشهور عالم ۽ محدث، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ پنهنجي ڪتاب 'تمام العناية في الفرق بين الصريح و اكناية' ۾ هن ڪتاب جو نالو ڏنو آهي ۽ ان ۾ آيل سنڌي عبارت جو پڻ تفصيل سان بيان آندو آهي.

**حلقہ ميري زنجير ڪا** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي برک شاعر شيخ اياز جي شاعريءَ جي اردو ۽ پنجابي ترجمن تي مشتمل مجموعو آهي، جيڪو ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ جي شيخ اياز جي سمورين ادبي تخليقن ڇپائڻ واري رٿا جو حصو آهي. هي ڪتاب شيخ اياز جي شاعريءَ جي ترجمي جو ٻيو جلد آهي، جنهن جي ترتيب نوجوان اردو شاعر فهيم شناس ڪاظميءَ ڏني آهي. هن جلد ۾ اياز جي شاعريءَ جي ترجمن جا ٻہ ڪتاب شامل آهن:



(1) حلقہ ميري زنجير ڪا (منظوم اردو ترجمو: فهميده رياض)

(2) جو بيجل ني آکيا (منظوم پنجابي ترجمو: احمد سليم)

پهرئين ڪتاب ۾ شيخ اياز جي 1962ع کان 1963ع تائين جي شاعريءَ جو اردو ترجمو شامل آهي، جيڪو شيخ اياز جي اوائلي شاعريءَ جو پر نمائنده ڪلام جو نمونو آهي ۽ 1979ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشوري پاران شايع ٿيو هو. ٻيو ڪتاب شيخ اياز جي شاعريءَ جو پنجابي ترجمي تي مشتمل آهي، جيڪو نامور پنجابي اديب ۽ شاعر احمد سليم جو ڪيل آهي، جنهن ۾ گيت، وايون، نظم، منظوم ڊراما، سُر ۽ نثري ترجما شامل آهن. هي پنجابي ترجمي جو ڪتاب 'بيجل ني آکيا' پڻ 1977ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشوري پاران ڇپجي پڌرو ٿيو آهي.

اهي ٻئي ڪتاب، هڪ جلد ۾ ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ ڇپايا آهن. ڊيمي سائيز ۽ چئن رنگن واري خوبصورت ٽائيٽل سان ڇپيل ڪتاب جا جملي 808 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 800 روپيا آهي.

**حلوو**: مٺائيءَ جو هڪ قسم جنهن کي گيهہ، نشاستي، ميدي ۽ کنڊ مان تيار ڪيو ويندو آهي. حلوو مختلف قسمن جو ٿيندو آهي. جهڙوڪ: بادامي حلوو، چاهو حلوو، پستائي حلوو، سونهري حلوو، سوهن حلوو، ڪهنبو حلوو وغيره سنڌ ۾ خاص ڪري گهوٽڪي، ميهڙ، عمرڪوٽ، ٺارو شاھ ۽ ٻين شهرن جو حلوو انتهائي مشهور آهي، جيڪو ماڻهو تمام گهڻي شوق سان واپرائين ٿا. اڄڪلهہ ملتان جي سوهن حلوي جو بہ سنڌ ۾ عام وڪرو آهي.



**حليما** (ناول): هيءُ ناول سنڌي ٻوليءَ جي ڀهڳڻي ناول نگار آسانند مامتورا جو ٻيو اصلوڪو ناول آهي، جڏهن تہ سندس پهريون ناول 'شاعر' 1941ع ۾ ڇپيو هو. حليما ناول، آسانند مامتورا، 1947ع ۾ لکيو. جيڪو ماحول، ڪردارن ۽ موضوع جي حوالي کان بلڪل مختلف آهي. سنڌ جي وايومنڊل ۾ مسلم زندگيءَ تي، اُن وقت جي ٻرندڙ مسئلن تي لکيل هي ناول، ان وقت لکجي پورو ٿيو هو، جڏهن سنڌي مسلمان، نئين دور جي چانئٺ تي پير رکي بيٺا هئا.

هي ناول، 1947ع ۾ ڇپجڻ لاءِ ويو، پر ورهاڱي سبب ڇپجي نہ سگهيو. 30 سالن کان پوءِ، ڪونج پبليڪيشن بمبئيءَ هن ناول جو پهريون ڇاپو شايع ڪيو. هن ناول ۾ حليما جو مکيہ ڪردار هڪ نائڪا جو آهي، جيڪا پنهنجي ڏکن ڏُتي زندگيءَ جي ڪهاڻي بيان ڪري ٿي. لاوارث ڳوٺاڻي حليما 14 سالن جي ڦٽندڙ جوڀن ۾ ڏاڍائيءَ جو شڪار ٿي. وڏيري جو پٽ جڏهن ساڻس زيادتي ڪري عليڱڙھ موٽي ٿو وڃي ۽ ڪيس ڪچو مٺل ٻار ڄمي ٿو. تڏهن مسڪين عورت مجبوريءَ واري حالت ۾ سندس سريت ٻڌجي ٿي رهي. ان وقت سندس جسماني ڪيفيت جو ٻيباڪ ذهني بيان مامتورا نهايت نفيس ۽ چينڊڙ لفظن ۾ ڪيو آهي. حليما حالتن ڪان لاچار ٿي، انگريزي مخالف تحريڪ ۾ شامل ٿئي ٿي، پوليس جي لاٺي چارج ۽ ڪرفيو جو مقابلو ڪري. ان دوران هن جو پيار هڪ هاريءَ سان ٿئي ٿو بهرحال ناول جي ڪهاڻي دک انت آهي، پرعاليشان عبارت ۽ اسلوب ۾ لکيل آهي.

هن ناول جو مهاڳ، سنڌي ٻوليءَ جي عظيم ليکڪ منگهارام ملڪاڻيءَ لکيو آهي. هو لکي ٿو تہ، "جنم ڀومي سنڌ جي مسلم زندگيءَ بابت هي ناول

بيحد اتساهہ بخشيندڙ آهي. هن اميد ڏيکاري آهي تہ هيءُ ناول سنڌ توڙي هند ۾، سرحد جي ٻنهي پاسي سنڌي پڙهندڙن جي پسند پوندو. هن ناول جو ٻيو ڇاپو، چونڊ پبليڪيشن لاڙڪاڻي، جون 1983ع ۾ ڇپايو. ڪرائون سائيز ۾ 140 صفحن تي مشتمل هن ناول جي قيمت 15 رپيا آهي، جڏهن تہ ڪونج پبليڪيشن وارو ڇاپو، 140 صفحن تي مشتمل هو جنهن جي 1977ع ۾ 10 رپيا قيمت رکيل آهي.

**حليم باغي**: (ڏسو: باغي، حليم، جلد پهريون).

**حليم شو** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي نامور مزاح نگار ۽ نقاد حليم بروهيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ سندس اڻ ڇپيل ڪهاڻيون، ڇپيل ڪهاڻيون، شاعري ۽ تبصرا شامل آهن. ڪتاب جي ارپنا حليم بروهيءَ هنن لفظن ۾ ڪئي آهي: "پنهنجن پيارن ۽ مهربان دوستن: ڊاڪٽر تنوير عباسي، الطاف شيخ، نياز همايوني، طارق اشرف، ولي رام ولڀ ۽ ظفر حسن جي نالي، جن جي پيار ۽ مهربانين جو احساس مون کي هميشہ رهيو آهي ۽ سدائين رهندو."




هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد، آڪٽوبر 1983ع ۾ ڇپايو هو ۽ ان جو هي ٻيو ڇاپو 1991ع ۾ سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد، سنڌ ڇپايو آهي. ڪتاب جا ٻہ اکر پبلشر ناز سنائيءَ لکيا آهن. اهڙيءَ طرح حليم بروهيءَ بہ ٻہ اکر لکيا آهن، جن ۾ هن لکيو آهي تہ، "هي سچ پچ ٻہ اکر آهن.

- ڪنهن ماڻهوءَ جو دماغ خراب ڪرڻو هجي تہ هن جي ساراهہ لکت ۾ ڪري ڇڏيو، هو ماڻهو پاڻيهي آپي کان ٻاهر نڪري ويندو.

- ڪنهن ماڻهوءَ هٿان پنهنجي بيعزتي ڪرائڻي هجي تہ هن تي ڪا مهرباني ڪري ڇڏيو، هو پاڻيهي ئي اوهان جو فرسٽ ڪلاس دشمن ٿي ويندو ۽ اوهان کي بيعزت ڪرڻ لاءِ وجهہ پيو ڳوليندو.

- هي ٿيا ٻہ اکر- حليم بروهي."

هن ڪتاب جو پيش لفظ بہ حليم بروهيءَ پاڻ لکيو آهي. جنهن ۾ هن ڄاڻايو آهي تہ مزاح لکندڙ جو مزاح فقط 10 سال جٽاءُ ڪندو آهي ... سلو ليڪڪ پنهنجي وقت کان ڪجهہ اڳتي هلندو آهي... مزاح حقيقت ۾ لکل ڪاميڊي بہ آهي ۽ ٽريجڊي بہ ... دنيا جي عظيم ليکڪن کي ڪنهن بہ مزاح نگار کي نہ ڄٽيو ويندو آهي ... مان پنهنجي لکڻين ۾ نان سينس کان سينس تائين ۽ سينس کان نان سينس تائين پاڻ بہ ٻوڙندو رهيو آهيان. وغيره وغيره.

هن ڪتاب جي پهرئين حصي 'اڻ ڇپيل ڪهاڻيون' هيٺ سندس ست ڪهاڻيون شامل آهن. ٻئي حصي جي عنوان 'ڇپيل ڪهاڻيون، شاعري ۽ تبصرا' ۾ چاليهہ عنوان شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 212 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 30 رپيا آهي.

**حليم لکيو** (ڪتاب): هي ڪتاب سنڌ جي نامور مزاح نگار ۽ منفرد ليکڪ حليم بروهيءَ جي لکڻين ۽ ڪالمن تي مشتمل آهي، جنهن کي نور جوڻيجي ترتيب ڏئي، ينگ لٽرري سوسائٽي، حيدرآباد پاران 2011ع ۾ ڇپايو آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ نامور دانشور محمد ابراهيم جويي لکيو آهي. هن ڪتاب ۾ حليم بروهيءَ جو اڳ ڇپيل ننڍڙو ڪتابڙو 'هٽلر لکيو' سان گڏ سندس ڪيترا تاريخي ڪالم شامل آهن، جن ۾ 'اهو سادو ماڻهو'، 'ٻهراڙيون ۽ انگريزي اکر'، 'عمر خيام جي مٽيءَ مان نهيل ماڻهو'، 'ايڪٽنگ'، 'عربين ورهيہ اڳ'، 'دبئيءَ ۾ سنڌي'، 'مادري ٻولي'، 'مشاورت ۽ تحفظات'، 'سوشل سائنس'، 'اجايون ڳالهيون' ۽ ٻيا شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 190 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 2011ع ۾ ڇپيو آهي. هي ڪتاب فائين ڪميونيڪيشن حيدرآباد مان ڇپيو ۽ ينگ لٽرري سوسائٽي، حيدرآباد پڌرو ڪيو. ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي. ڪتاب جي آخر ۾ گهنور خان جتوئيءَ جو 'حليم دي گريٽ' ۽ سندس نياڻي ثنا حيات بروهيءَ جو رومن سنڌيءَ ۾ لکيل مضمون شايع ڪيو ويو آهي.




**حٰـمٓ**: حاميم لفظ قرآن مجيد جي هيٺين ستن سورتن جي شروع ۾ اچي ٿو: (1) 'سورة المؤمن'، (2) 'سورة فصلت'، (3) 'سورة الشوريٰ'، (4). 'سورة الزخرف'، (5) 'سورة الدخان'، (6) 'سورة الجاثيہ' (7) 'سورة الاحقاف'. انهن ستن ئي سورتن کي ، 'آل حٰمٓ' يا 'ذوات حٰمٓ' چيو وڃي ٿو. حضرت ابن عباس کان روايت آهي تہ هي ست ئي سورتون قرآن مجيد جو لب لباب آهن. قرآن مجيد جو ديباچو يا جمال ۽ رونق آهن.

**حماد الله هاليجوي**: سنڌ جو مشهور روحاني بزرگ ۽ عالم حماد الله هاليجوي ولد ميان محمود عيسائي 1301هہ مطابق 1882ع ڌاري ڳوٺ پني عاقل، ضلعي سکر جي ڳوٺ هاليجي شريف ۾ ڄائو. سندس ڏاڏو حماد الله اول بہ اهل الله ۽ درويش ٿي گذريو آهي، هيءُ پنجن، ڇهن سالن جو هو تہ سندس والد بزرگوار وفات ڪئي. تعليم جي حاصلات لاءِ ڏاڍا ڪشالا ڪٽيائين. شروعاتي تعليم مولوي آخوند ابراهيم انڍڙ ۽ مولوي مٺا صاحب وٽان حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ مولوي محمد موسيٰ آرائين وٽان عربيءَ جا ڪتاب پڙهيو آخوند حبيب الله وٽ نامر حق پڙهيو. فارسي تعليم مفتي عبدالڪريم عباسيءَ ۽ مولانا نور محمد عادلپوريءَ کان حاصل ڪيائين. تعليم کان فارغ ٿي پنهنجي ڳوٺ هاليجيءَ ۾ مدرسو قائم ڪيائين، بعد ۾ ٽيڙهيءَ واري 'دارالهديٰ' مدرسي ۾ مدرس ٿيو. جتي ڪيترا ئي ناميارا عالم سندس علمي بصيرت کان فيضياب ٿيا. اونهاري ۾ ٽيڙهيءَ ۾ پڙهائيندو هو ۽ سياري ۾ پنهنجي ڳوٺ هاليجيءَ ۾ درس تدريس ڏيندو هو.مولانا حماد الله هاليجوي مشهور ديني عالمن مولانا پنهواري واري علامہ عبدالقادر، علامہ قمرالدين انڍڙ، پير جهنڊي واري مدرسي ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو شاگرد رهيو. شروع ۾ ڪنيارن واري مخدوم محمد معصوم نقشبنديءَ جي

عقيدتمندن جي حلقي ۾ شامل ٿيو. ان کان پوءِ ٽيڙهيءَ واري مدرسي ۾ مدرس هجڻ دوران تاج محمود امروٽيءَ جي هٿ تي بيعت ڪيائين. مولانا تاج محمود امروٽيءَ جي چوڻ تي واپس هاليجي آيو ۽ پورا ٻاونجاهه سال هاليجي ۾ پڙهائيندو ۽ خلق جي خدمت ڪندو رهيو. هر قسم جي شرڪ، بدعت جي خلاف جنگ جوٽيائين. سڄي عمر شريعت ۽ سنت نبويءَ جو پابند رهيو. هن جي مجلسن ۾ قرآن مجيد ۽ حديث جو دؤر هلندو رهندو هو. مولانا روميءَ جي مثنوي ۽ ابن فارض جي شاعريءَ سان ڪيس دلي لڳاءُ هو. مولانا حماد الله انگريزن خلاف خوب جدوجهد ڪئي، سياسي طور جميعت العلماءِ هند سان واڳيل هو. 1936ع ۾ ڪل هند جماعت جي جلسي ۽ ساڳئي سال ٿيل جمعيت علماءِ هند جي اجلاس جي صدارت ڪيائين. سندس علماءِ ديوبند سان گهرو سڀنڌ هو، تڏهن به هيءُ هر قسم جي مذهبي گروهه بنديءَ کان نفرت ڪندو هو. پاڻ هاڪاري حڪيم هو. سندس ڪوشش سان 1942ع ۾ پني عاقل جي تاريخي لوڙهي واري مدرسي ۾ ڪل هند ڪانفرنس منعقد ٿي، جنهن ۾ ڏکڻ ايشيا جا عظيم عالم مولانا حسين احمد مدني، مولانا عبيدالله سنڌي، مولانا حفظ الرحمان سهارينوي، مولانا احمد علي لاهوري، سيد عطاءُ الله شاهه بخاري ۽ ٻيا شريڪ ٿيا. مولانا ابوالڪلام آزاد، مولانا محمد اجمل، مولانا غلام الله، مولانا غلام غوث هزاروي، مولانا اشرف علي ٿانوي، مفتي محمد شفيع، مولانا محمد علي جالنڌري سميت ڪيترا هاڪارا عالم وٽس هاليجي شريف ۾ ايندا رهندا هئا. ڇهه شاديون ڪيائين جنهن مان زندگيءَ ۾ ڪيس ڇهن پُٽن ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد ٿيو. حماد الله هاليجويءَ لاءِ سندس مرشد تاج محمود امروٽيءَ جا هي لفظ شاندار خراج تحسين آهن: ”اسان جيڪو ڏڌ ولوڙيو، ان مان جيڪو مکڻ نڪتو سو مولانا حماد الله کڻي ويو، هاڻي اسان لسي پيا ٿا ورهايون“. پاڻ هيٺيان ڪتاب تصنيف ڪيائين: (1) ’الياقوت و المرجان‘، (2) ’شرح قصيده برده‘، (3) ’شرح قصيده باخت‘، (4) ’سعاد خطبات‘، (5) ’ملفوظات لغات قرآن‘، (6) ’اٺ مسئلا‘، (7) ’ملفوظات تعليقات سبح معقات‘.

هن بزرگ 18 اپريل 1962ع تي 80 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

**حماد جماليءَ جي مسجد:** هيءَ مسجد سنڌ جي تاريخي قبرستان مڪليءَ تي موجود آهي. هن لاءِ روايتون آهن ته ڄام تماچي ولد ڄام انڙ دهليءَ جي تخت ڌڻي فيروز شاهه تغلق جي وفات کانپوءِ 1388ع ۾ جڏهن دهليءَ مان آزاد ٿي واپس سنڌ پهتو ۽ تخت نشين ٿيو، تڏهن شيخ حماد جماليءَ جي خانقاهه ۾ ان جي پرسان مسجد جوڙايائين. ان پڪسري مسجد جي حيثيت جامع مسجد واري هئي. هيءَ مسجد هن وقت زبون حاليءَ جو شڪار آهي ۽ مسجد جو فقط نماز ادا ڪرڻ وارو حصو باقي وڃي بچيو آهي. مسجد جي رهيل آثارن مان پتو پوي ٿو ته ان ڪي اوڀر واري طرف کان اڱڻ هو. ان اڱڻ ۾ شيخ حماد جماليءَ جو مقبرو به تعمير ٿيل هو جيڪو هاڻي ڪنڊر ٿي ويو آهي. مسجد جي اولهه واري پٽ سان لڳولڳ ٻاهران هڪ سادي قبر مائي مڪليءَ جي ڄاڻي وڃي ٿي، جنهن جي نالي پويان هن ٽڪريءَ تي مڪليءَ جو نالو پيو.

هيءَ مسجد مستطيل آهي، ڊيگهه 64 فوٽ ۽ ويڪر 29 فوٽ اٿس. هن مسجد جا ٽئي در ونگن سان ٻڌل آهن، جيڪي اتر- اوڀر ۽ ڏکڻ کان آهن. ونگ نوڪدار سينڌ نما اٿس. مسجد جي ٻاهرين پٽ پڪسري آهي، جنهن جو بنياد پٿر جو آهي. مسجد جو اوڀر وارو پاسو شڪل صورت ۾ تمام سادو آهي. ان پاسي کان فقط محرابي در اٿس. ان محرابي لنگهه جي مٿان ان در جيترو ئي



حماد جمالي مسجد جا آثار

محرابي طاقچو اڏيل آهي. هن عمارت ۾ ڪنهن ترميم جا اهڃاڻ اوڀر واري ديوار ۾ اتر پاسي کان نظر اچن ٿا، جتي ديوار ۾ ٻه بند يا طاقچه هڪٻئي جي مٿان اڏيل آهن. مسجد جي اندرين حصي ۾ هڪ ڊگهو هال آهي، جنهن کي وچ تي ٻه ونگون هٽي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو آهي. مسجد جو وچيون پاڱو ٻين ٻنهي پاڱن کان وڏو آهي، جيڪو اوڀر ۽ اولهه کان ڇت تائين وڏين ڊگهين ونگن سبب جدا محسوس ٿئي ٿو. اولهه واري ديوار ۾ مسجد جو محراب ٺهيل آهي.

چوڏهين صدي عيسويءَ جي هن جامع مسجد کي ڏاکڻي پاسي کان ڏسبو ته ساڄي پاسي اوڀر ڏکڻ واري ڪنڊ تي ٺاهيل ڏاکڻ مڪمل ڊٺل حالت ۾ نظر اچي ٿي، اڏاوت جي وچ تي ونگ سان لنگهه نظر اچي ٿو، جنهن کي ٻه ونگون ڏنل آهن. ان لنگهه واريون نماز پڙهڻ واري پاڱي کي ٽن حصن ۾ ورهائين ٿيون. هيءَ مسجد شايد ته قبائين هئي. وچ واري قبي کي ساڄي ۽ کاٻي وارن قبن سان ملائڻ لاءِ وچ تي ٻه ونگدار لنگهه به آهن.

**حماديه لائبريري:** ٽنڊي آدم ۾ قائم هيءَ لائبريري 1974ع ڌاري وجود ۾ آئي، جنهن ۾ تفسير، حديث، فقهه، فتويٰ، تاريخ ۽ ٻين موضوعن تي ناياب ڪتاب موجود آهن. ان ڪانسواءِ بيشمار اسلامي رسالا به هن لائبريريءَ ۾ محفوظ آهن. هن لائبريريءَ جي باقائده ترتيب ڏنل نه آهي. هن لائبريري جو مالڪ احمد ميان حمادي آهي.

**حمال:** هن لفظ جي معنيٰ آهي بار کڻندڙ، يعني باربردار. مزورن جي هڪ طبقي کي حمال چيو وڃي ٿو. هي مزدور اهڙي جڳهه تي سامان کڻي پهچائڻ جو ڪم ڪن ٿا، جتي اڪثر جانور به بار کڻي وڃي نه سگهندو آهي. ڪارخانن ۾ بار ڍوئيندڙ مزورن کي ’حمالي‘ چيو وڃي ٿو. انهيءَ نسبت سان بار ڍوئڻ يا ان جو معاوضو وٺڻ واري کي ’حمالي‘ چوندا آهن. اڳاٽي وقت ۾ عزتدار گهراڻن جي پردي پوش عورتن کي ڏوليءَ ۾ هڪ گهر کان ٻئي گهر تائين کڻي ويندڙن کي به ’حمال‘ يا ’حمالي‘ چيو ويندو هو. سنڌ جي ڪن شهرن ٺٽي ۽ روهڙيءَ ۾ اڃان تائين عورتن جو ڏوليءَ ۾ چڙهڻ جو رواج باقي آهي، جنهن کي حمال کڻندا آهن.

**حَمائل**: عقيدي موجب ڪنهن خاص منشا لاءِ ڳچيءَ ۾ ٻڌل تعويذ کي حمائل چيو وڃي ٿو. هن قسم جي تعويذ ۾ تمام ننڍي تختيءَ وارو قرآن شريف ڪنهن ڪپڙي يا چمڙي ۾ ٻڌي ڦيٽو ڪري، ڪنهن بزرگ کان پڙهائي ڳچيءَ ۾ ٻڌو ويندو آهي. جيتوڻيڪ هيءَ عمل توهم پرستيءَ جي زمري ۾ اچي ٿو، پوءِ به گهڻ پڙهيل ماڻهو هن قسم جا تعويذ ٻارن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌندا آهن. انهن کي حمائل به چئبو آهي.

**حمايت علي ’شاعر‘**: اردو ٻوليءَ جو مشهور شاعر، ڊراما نويس، استاد حمايت علي، 27 جون 1930ع تي حيدرآباد دکن، هندستان ۾ جائو. هن 1964ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي جي ڊگري حاصل ڪرڻ بعد ’پاڪستان ۾ اردو ڊراما‘ جي موضوع تي تحقيقي مقالو لکي ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ڊاڪٽر سيد علي شاهه جي نگرانيءَ ۾ پي. ايچ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر مقرر ٿيو. پاڪستان اچڻ کان پهرين حيدرآباد دکن ۾ روزاني ’جناح‘ اخبار جي ايڊيٽرن ۾ شامل رهيو. ادبي رسالي ’سازِ نو‘ ۽ هفتيوار ’پرواز‘ سان به وابسته رهيو. لڳ ڀڳ پندرهن سال ريڊيو پاڪستان ۾ نوڪري ڪيائين جنهن دوران ٽي ويءَ ڊراما نويسيءَ کان صداڪاريءَ تائين هر شعبي ۾ ڪم ڪيائين. پوءِ ٽيليويزن ڏانهن رخ ڪيائين ۽ ڪيترائي ادبي پروگرام ترتيب ڏنائين. هن اردو فلمن لاءِ گيت به لکيا. فلم ’آنچل‘ ۽ ’دامن‘ ۾ بهترين گانن لکڻ ڪري کيس ’نگار اوارڊ‘ مليو. سندس پهرئين مجموعي ’آگ مين ڦول‘ تي 1959ع ۾ صدارتي اوارڊ ۽ ٻئي مجموعي تي پاڪستان رائٽرز گلڊ طرفان ’آدم جي‘ ادبي انعام ڏنو ويو. سندس هيٺيان ڪتاب شايع ٿيل آهن: (1) ’مٽي ڪا قرض‘ (شاعري)، (2) ’هارون ڪي آواز‘ (شاعري)، (3) ’ڪتابي چهري‘ (ڊراما)، (4) ’ميري ڌرتي ميري خواب‘ (نغما)، (5) ’سرگم‘ (گيت)، (6) ’اردو نعتيه شاعري ڪي سات سو سال‘، (7) ’ڪُڇ پيش رو‘، (8) ’ڪُڇ همسفر‘ (خاڪا)، (9) ’شيخ اياز شخص و شاعري‘، (10) ’قمر ساحر شخصيت و شاعري‘.



**حمد**: حمد پابند شاعريءَ ۾ نظم جو اهو نمونو آهي، جنهن ۾ ڌڻيءَ جي ثنا، ساراهه، وڏائي ۽ سندس ڳڻ ڳايا وڃن. حمد جي لفظي معنيٰ ساراهه آهي. هن نظم ۾ ڌڻيءَ پاڪ جي ساراهه ڪئي ويندي آهي. سنڌي شاعريءَ ۾ حمد جي صنف اوائلي دور کان موجود ملي ٿي. حمد مذهبي موقعن توڙي عام تقريبن جي شروعات ۾ به پڙهيو ويندو آهي. ريڊيو ٽيليويزن توڙي مسجدن ۾ عام طور تي چيو ويندو آهي. حمد ڳائڻ وارو احتراماً موسيقيءَ جو گهٽ استعمال ڪندو آهي. سنڌ ۾ حمد جي صنف ۾ شاعري ڪندڙ مشهور شاعر مولوي حاجي احمد ملاح، تاج محمود امروٽي، مولانا عبدالله چانڊيو، مولانا عبدالله شاهه، محمد صديق مسافر، حاجي غلام نبي مهيسر ۽ ٻيا آهن. حمد جي شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

اج ته باغن ۾ بهاريون، واهه قدرت رب ڪريم.
اج ته ملڪن ۾ ملهاريون، واهه قدرت رب ڪريم.
چا ڏسان وچڙن وراڪا ۽ ٻڌان گجگاهه گوڙ،
چا هوائون هيل واريون، واهه قدرت رب ڪريم.

*(حاجي احمد ملاح)*

**حمرالاسد** (جنگ): هيءَ مديني منوره کان تقريباً اٺ ميلن جي مفاصلي تي هڪ ڳوٺ آهي، جتي جنگ احد ڪانپوءِ 3 هجري ۾ مسلمانن ۽ ڪافرن جي وچ ۾ جنگ ٿي هئي. جنگ احد ختم ٿيڻ ڪانپوءِ قريش جو لشڪر واپس مڪي روانو ٿي ويو پر ابو سفيان کي اوچتو خيال آيو ته مسلمان هن وقت ڪمزور ٿي ويا آهن، ان ڪري جيڪڏهن هينئر مٿن حملو ڪبو ته اهي هارائي ويندا. عين ان وقت رسول پاڪ صلي الله عليه وسلم به ان معاملي تي صلاح مشورو ڪري رهيا هئا. حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم مڪي جي ڪافرن پاران امڪاني چڙهائي کي نظر ۾ رکندي جنگ جي ٻئي ڏينهن تي اهو اعلان ڪيو ته سمورا مسلمان جيڪي جنگ ۾ شريڪ هئا، اهي ٻيهر ميدان ۾ گڏ ٿين.

اهڙيءَ ريت نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جي حڪم تي سمورا اصحابي جنگ جي ميدان تي گڏ ٿيا. جيتوڻيڪ جنگ احد سبب ڪيترن اصحابين جا جسم زخمن سان چور هئا. حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم ان ننڍي لشڪر کي وٺي حمرالاسد پهتا. هوڏانهن مڪي جا ڪافر به حمرالاسد جي مقام تي پهتا ۽ مسلمانن جي پيش قدميءَ کي ڏسي گهٻرائجي ويا ۽ بنا دير پويان پير ڪيائون. هتي اسلامي لشڪر ٽي ڏينهن ترسيو. ان جنگ ۾ ٻن ڪافرن کي قيدي بڻايو ويو، جن مان هڪ عبدالعزي شاعر هو. ان مسلمانن سان واعدي خلافي ڪئي هئي ۽ عرب قبيلن کي جنگ لاءِ ڀڙڪايو هو. حضور پاڪ جن کيس ڏنو ۽ چيائون ’مومن هڪ سوراخ مان ٻه ڀيرا نه ٿو ڏنگجي سگهي‘. ان بعد عبدالعزيءَ کي قتل ڪيو ويو. ٻيو قيدي معاويه بن مغيره، حضرت عثمانؓ جو عزيز هو، هن به مسلمانن کي ڪافي اذيتون ڏنيون هيون. حضورﷺ جن کيس مديني مان ٽن ڏينهن اندر نڪري وڃڻ جو حڪم ڏئي آزاد ڪري ڇڏيو، پر هو ٽن ڏينهن گذرڻ باوجود مديني ۾ گهمي رهيو هو. جنهنڪري مسلمانن ان کي به قتل ڪري ڇڏيو. هن جنگ ۾ وڏيڪ خون خرابي واري صورتحال پيدا نه ٿي.

**حمزو باگراڻي** (ديهه): تعلقي شهدادپور جي هڪ ديهه جو نالو. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مير مبارڪ ڳوٺ، ڏٽي بخش، نهال ڪيماڻي ڳوٺ، گل محمد مدواڻي، ميرحسن ٽالپر، صديق پنجابي، ميرحسن ڪيماڻي ۽ علي مراد باگراڻي.

**حمزو بن عبدالمطلبؓ**: اسلام جو سپهه سالار حضرت حمزهؓ حضرت عبدالمطلب جو فرزند ۽ رسول اڪرمﷺ جن جو چاچو هو. سندن ڪنيت ابو عمار هئي. حضرت حمزو رسول ڪريم جن کان صرف ٻه سال وڏو هو. سندس والده هاله بنت وهب هئي، جيڪا حضورﷺ جن جي والده بيبي آمنه رضي الله عنها جي سڳي سؤٽ هئي. حضرت حمزيؓ جي طبيعت مهم جو ۽ ڏکين ڪمن کي سرانجام ڏيڻ طرف مائل هئي. حضرت عبدالمطلب جي رحلت وقت سندس عمر ڏهه سال هئي، جنهنڪري سندن تعليم ۽ تربيت ناناڻن ۾ ٿي. عرب ۾ ان وقت شاعريءَ ۽ انساب جو علم ئي تعليم جي زمري ۾ ايندو هو. جنگي مهارت، گهوڙي سواري ۽ شڪار وغيره معزز فنن ۾ شمار ٿيندا هئا. حضرت حمزي کي شاعريءَ سان لڳاءُ هو. تمام دلير ۽ جنگجو هو. اڪثر جنگين دوران گهوڙيسواري، نيزي بازي، تلوار بازي ۽ تير اندازيءَ جي مشق ڪندو هو. هجرت وقت پاڻ سڳورنﷺ سان حضرت حمزوؓ به گڏ هو. هجرت کان فوراً

پوءِ پاڻ سڳورن صحابين جي هڪ جماعت کي ڪافرن جي مقابلي لاءِ موڪليو ۽ ان لشڪر جو سپهه سالار حضرت حمزو رضہ هو. جنهن کي پاڻ سڳورن جهنڊو عطا ڪيو. ٻي هجريءَ ۾ جڏهن بدر جي جنگ جي آغاز ۾ قريش سردار عتبه، سندس ڀاءُ شيبه ۽ سندس پٽ وليد ميدان ۾ نڪتا ۽ پاڻ سڳورن ﷺ سندن مقابلي ۾ ڪجهه انصاري اصحاب موڪليا، پر عتبه چوڻ لڳو ته اسين صرف قريش جي ماڻهن سان ئي مقابلو ڪنداسين. اهو ٻڌي حضور صلي الله عليه وسلم جن حضرت حمزي رضہ، حضرت علي ابن ابي طالب رضہ ۽ حضرت ابو عبيده کي موڪليو. حضرت حمزي رضہ عتبه بن ربيعه کي هڪ ئي وار ۾ قتل ڪري ڇڏيو. هوڏانهن حضرت علي ڪرم الله وجهه ۽ ابو عبيده کي به فتح حاصل ٿي. عتبه بن ربيعه ابو سفيان جي زال هند جو پيءُ هو. اهو ٻڌي هند غمگين ٿي وئي ۽ پڪو ارادو ڪيائين ته پنهنجي پيءُ (عتبه بن ربيعه) جو بدلو ضرور وٺندي. اهو ارادو ڪرڻ ڪانپوءِ هن پنهنجي هڪ وڏي نيزي باز حبشي غلام کي حضرت حمزي رضہ جي قتل لاءِ مقرر ڪيو ۽ اهو چيائين ته: ”اي حبشي غلام! نيزو حمزي جي ڪک ۾ هڻجان ته جيئن اهو حمزي رضہ جو جگر ڪڍي ڪائي سگهان. ٽين هجريءَ ۾ احد جي جنگ ۾ حضرت حمزي رضہ ڪيترن ئي ڪافرن کي قتل ڪيو. احد واري جنگ ۾ پاڻ وڙهي رهيو هو ته هند جي مقرر ڪيل حبشي غلام حضرت حمزي رضہ کي اهڙو ته نيزو اڇلائي هنيو. جو اهو نيزو سندن جگر مان آرپار ٿي ويو ۽ سندن شهادت ٿي. هند پنهنجو ناپاڪ ارادو پورو ڪرڻ بعد پنهنجي پيءُ عتبه جي قبر تي وڃي چيو ته بابا ڏس! مون تنهنجي قاتل کان بدلو وٺي ڇڏيو ۽ ڪيس اذيت ناڪ موت ڏنو اٿم. حضرت حمزي رضہ جي شهادت جي خبر جڏهن پاڻ سڳورن ﷺ کي پئي تڏهن پاڻ سڳورا ﷺ اشڪبار ٿي ويا ۽ حضرت حمزي رضہ جي قتل جي بدلي وٺڻ جو قسم کنيو مگر وحيءَ ذريعي خدا جي طرفان منع ٿيڻ سبب اهڙو ارادو ترڪ ڪيائون ۽ قسم جو ڪفارو ادا ڪيائون. آخر ۾ قاتل حبشي غلام مسلمان ٿيو پر پاڻ ان کي پنهنجي سامهون اچڻ کان جهلي ڇڏيو هو.

**حمزه علوي:** پاڪستان جي مشهور تاريخ نويس ۽ دانشور حمزه علوي جو جنم، 10 اپريل 1921ع تي ڪراچيءَ ۾ ٿيو هن سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي، ڊي. جي. ڪاليج ڪراچي، واڊيا ڪاليج پونا ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ مان تعليم حاصل ڪئي. هن ايم. اي (معاشيات) مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه مان ڪئي. پاڪستان جي قيام ڪانپوءِ هو اسٽيٽ بينڪ آف پاڪستان سان واڳيل رهيو. 1950ع ۾ انگلنڊ هليو ويو جتي تدريس جي شعبي سان لاڳاپيل رهيو. يونيورسٽي آف ڪيليفورنيا، لاس اينجلس، يونيورسٽي آف ڊينيور، يونيورسٽي آف ليڊز، يونيورسٽي آف ملائيشيا، ڪولا لمپور ۽ مشي گن اسٽيٽ يونيورسٽيءَ ۾ ليڪچرار طور فرض سرانجام ڏيندو رهيو 1968ع کان 1969ع دوران هن پنجاب جي هڪ ڳوٺ ۾ اينٿراپالاجي فيلڊ ۾ ريسرچ ڪئي. 1971ع کان 1985ع تائين جرنل آف ڪنٽيمپرري ايشيا جي ادارتي بورڊ جو باني رڪن رهيو ان دوران جرنل آف پيزنٽ اسٽڊيز ۽ پاڪستان ٽوڊي سان به لاڳاپيل رهيو هن قديم آثارن، تاريخ ۽ مارڪسي نظريي جي موضوعن تي اخبارن ۾ ڪيترا ڪالم لکيا. سندس ٻه ڪتاب (1) ’جاگيرداري سماج اور پاڪستان‘ ۽ (2) ’رياست ڪا بحران‘ شايع ٿيل آهن. هن ڀرين ڊسمبر 2003ع تي وفات ڪئي.

**حمل** (اميدواري: Pregnancy): هر عورت جي ڳڀيرڻ (ٻچيداني: Uterus) جي ٻنهي پاسن کان هڪ هڪ ڇنڊن انچن جي ڊگهي نالي ٿئي ٿي، جنهن کي ٻيجڻي/ ڳڀ نالي (Fallopian / Uterine Tube) چئجي ٿو. نالي جي مهڙ وارو حصو ڳڀيرڻ سان ڳنڍيل هوندو آهي ۽ ڇيڙو هر هڪ ٻيجڻيءَ (Overy) سان ڳنڍيل هوندو آهي. هر مهيني واري واري سان هر هڪ ٻيجڻيءَ مان مادري تخمي ٻج (Ovum) نڪري، ٻيجڻي نالي وسيلي ڳڀيرڻ ڏي سفر ڪندو آهي، جيڪڏهن ٻيجڻي نالي ۾ ان جي ويڪري ڪُٻ Ampulla واري جاءِ وٽ مادري تخمي ٻج سان مرد جي نرينه تخمي ٻج (Spermathozoon) سان ميلاپ ٿئي ٿو ته مادري تخمي ٻج ڦرجي (Fertilize) پوندو آهي. هي حمل ٿيڻ جو شروعاتي مرحلو آهي. ان مادري ڦَريل تخمي ٻج کي ميڊيڪل ٻوليءَ ۾ Zygote چئبو آهي. اهو مادري ڦريل




تخمي ٻج ڳڀ / ٻيجڻي نالي مان ٻيجڻين ۾ موجود هارمون ايسٽروجن (Oestrogen) ۽ هارمون پروجيسٽرون (Progesterone) جي اثر ۽ مدد سان ۽ ڳڀ نالي ۾ موجود سنهڙن وارن (Cilia) جي فطري تحرڪ جي عمل ۽ ان سان گڏ خود ڳڀ نالي جي مشڪن جي ڪوئڇڻ جي عمل سان اهو ڦريل ٻيجو (Zygote) هڪ هفتي اندر ڳڀيرڻ تائين پهچي واڌ ويجهه ڪري ٿو ۽ ٻار جي اوسر ٿئي ٿي، ان کي حمل چئجي ٿو. پر جيڪڏهن مادري تخمي ٻج نه ٿو ڦرجي ته ڳڀ نالي ۾ موجود سنهڙن متحرڪ وارن (Cilia) ۽ لڳ نالي جي مشڪن جي ڪوئڇڻ واري گڏيل عمل جي نتيجي ۾ اهو اڻ ڦريل مادري تخمي ٻج ڳڀيرڻ ۾ پهچي ٿو، جتي ڳڀيرڻ جي مٿاڇري تي عارضي جڙيل تهه (Epithelium) ۽ ڪجهه عارضي رت ناڙيون گڏجي ٽٽي پون ٿا، نتيجي طور مادري رستي (Vagina) مان رت وهندو آهي، جنهن کي ’حيض‘ چئبو آهي. حيض سان گڏ مادري اڻ ڦريل تخمي ٻج (Ovum) به مادري رستي کان نڪري ويندو آهي.

**حمل جا قسم (Types of Pregnancy)**

**(1) فطري حمل (Natural Pregnancy):** فطري حمل جي جمي ٻيهڻ جي اصلي جاءِ ڳڀيرڻ جو مٿيون ويڪرو حصو هوندو آهي، جيڪو اصل ۾ ڳڀيرڻ جو ڊڙ/ ترو (Fundus) هوندو آهي، جنهن کي ڳڀيرڻ جو پيٽ به چئبو آهي. ڳڀيرڻ جي مٿين حصي ۾ مادري ڦريل تخمي ٻج، چاليهه هفتا (280 ڏينهن) يعني 9 مهينا ڏهه ڏينهن واڌ ويجهه ڪري پختو راس ٿيل ٻار جمي ٿو. شروع جا چار مهينا

يعني 16 هفتا مادري ڦريل تخمي ٻج (Zygote) ڳڀيرڻ ۾ گوشت جي لوٿڙي يا ڊِڳ جي شڪل ۾ هوندو آهي، جنهن کي دائپي جي ٻوليءَ ۾ ڦوٽو (Embryo) چئبو آهي. ٽئن مهينن کان پوءِ انهيءَ گوشت جي لوٿڙي ۾ آهستي آهستي عضوا ٺهڻ شروع ٿيندا آهن ۽ ٻار ٺهي راس ٿيندو آهي ۽ عورت ويم لاءِ تيار هوندي آهي.

**(2) فطري حمل جون علامتون (Clinical Symptoms):**

(I) ڳورهاري عورت جي ٿڃن ۾ تبديلي شروع ٿي ويندي آهي. ٿڃون اڳي کان وڏيڪ وڏيون ۽ سخت ٿينديون وينديون آهن. ٿڃن جي چوطرف موجود پڙو (Areola) جيڪو عام ڏينهن ۾ هلڪو ناسي هوندو آهي، سو گهاٽو ناسي ٿي ويندو آهي. ٿڃون اڳي کان وڏيڪ گهاٽيون ڪاريون ٿينديون وينديون آهن. پڙي ۾ موجود ننڍڙا چربيءَ وارا غدود (Glands of Montgomery) اڀري بيهندا آهن. حمل جي سورهين هفتي (يعني چوٿين مهيني) کان پوءِ ٿڃن ۾ سرڪاٽ ٿيندا آهن. جو کير جي ناڙين (Lactiferous ducts) ۾ ٿڃ پوڻ شروع ٿيندي آهي.

(II) گهڻين ڳورهارين عورتن جي دل ڪچي ٿيندي آهي، سندن وات ۾ پاڻي پرچي ويندو آهي ۽ آت ڏينديون آهن يا ڪين اوڪارا ايندا آهن. جن کي طب جي ٻوليءَ ۾ 'Morning Sickness' چئبو آهي.

(III) ڪن ڳورهارين عورتن کي ڪجھ مهينن ۾ ته ڪن کي پڪن مهينن ۾ اڊيهڙ (Hyperemesis Gravidanum) ٿيندا آهن، پر لازمي ناهي ته هر ٻار سان ڳورهاري عورت کي اڊيهڙ ٿين، اهي ڪڏهن ته ايترا گهڻا ۽ خطرناڪ ٿيندا آهن، جو ڪمزور ڳڀيرڻ وارين عورتن جا ٻار ڪُهائي ٿي (ڪري) پوندا آهن.

(IV) ڪيترين عورتن جي بک گهٽجي ويندي آهي ۽ ڪن کي وري گهڻي بک لڳندي آهي، ڪن کي خاص قسم جي طعام کان نفرت ٿيندي آهي ۽ سندن دل ڪچي ٿيندي آهي، ايستائين جو ڪاڌي جي بوءِ تي سندن دل ڪچي ٿيندي آهي. گوشت ۽ مڇي وڻندا ناهن. يا مختلف شين ۽ ڪاڌن جي طلب ٿيندي آهي ۽ وڻندا به آهن. جن ۾ خاص ڪري ڪٽيون شيون، ڏونئرو ۽ آچار وڻندو آهي.

(V) جن حاملا عورتن ۾ ڪيلشيم ۽ فولاد جي گهٽتائي هوندي آهي، تن کي ميٽ ۽ چيڪي مٽي وڻندي آهي، ان ڪري اهي ميٽ يا مٽي کائينديون آهن.

(VI) گهڻين حاملا عورتن جو منهن پرچي پوندو آهي.

**ٽيسٽون:** شروعاتي هفتن ۾ عورت جي پيشاب جي ٽيسٽ ڪرائڻ سان به حاملا هجڻ جي تصديق ٿئي ٿي. اڄڪلھ ته پختن مهينن ۾ ڳورهاري عورت جو الٽراسائونڊ ڪرائڻ سان ڌيءَ يا پٽ جي ۽ ٻار جي جي حالت (Presentation) ۽ اُور جي حالت جي به خبر پئجي وڃي ٿي.

**(3) غير فطري حمل (Ectopic Pregnancy):** ڳڀيرڻ کان سواءِ عورت جي جنمي عضون (Reproductive Organs) جي ڪنهن به عضوي يا ان سان لاڳاپيل عضوي يا ٻئي حصي (پيٽ) ۾ عورت جي مادري ڦريل تخمي ٻج (Zygote) جي واڌ ويجھ کي غير فطري حمل چيو ويندو آهي. هي بيجايو غير فطري حمل عورت جي زندگيءَ ۾ هڪ خطرناڪ حادثو آهي، جيڪڏهن هن غير فطري حمل جي وقتائتي خبر نه پوي ۽ دير ٿي وڃي يا غير فطري حمل جي سڌ پوڻ باوجود لاپرواهيءَ سبب ٻار آپريشن ڪرائي ڪڍرائي نه ڇڏجي ته عورت جي زندگيءَ کي خطرو لاحق ٿي ويندو آهي ۽ ڪو معجزو ئي عورت کي موت کان بچائي سگهي ٿو. غير فطري حمل جو هڪ ٻيو مثال جنهن کي 'مولر پريگننسي' چوندا آهن. هيٺ اهي خاص هنڌ ڄاڻائجن ٿا، جتي غير فطري حمل ٿئي ٿو:

**(I) ٻيجٽي /ڳڀ نالي (Fallopian / Utrine Tube):** 95 سيڪڙو غير فطري حمل، ٻيجٽي (ڳڀ) ناليءَ ۾ ٿيندا آهن. مادري ڦريل ٻيجو (Zygote) ڳڀ ناليءَ جي ويڪري ڪُپَ (Ampulla) ۾ واڌ ويجھ ڪندو آهي، جنهن جا ٽي سبب هوندا آهن: (1) هارمون ايسٽروجن ۽ پروجيسٽرون جي ڪوٽ يا مادري ڦريل ٻيجي کي بروقت ڳڀيرڻ ڏي ڌڪڻ ۾ شامل نه ٿيڻ.

(2) ڳڀ ناليءَ ۾ موجود سنهڙن وارن Cilia جي عمل جي ڪوتاهي يا خرابي.

(3) ڳڀ ناليءَ جي مشڪن جي ڪوئجڻ جي عمل ۾ خرابي. اهي ٽئي اهڙا سبب آهن، جن جي خلل سبب ڦريل مادري ٻيجو ڳڀ ناليءَ جي ويڪري ڪُپ مان ڌڪجي ڳڀيرڻ تائين پهچندو ناهي ۽ ڳڀ ناليءَ ۾ ئي واڌ ويجھ ڪندو آهي، نتيجي ۾ ٻن کان ٽن مهينن ۾ وڏو حادثو پيش ايندو آهي، جنهن ڪري ڳڀ نالي ڦاٽي پوندي آهي ۽ ٻار ۽ عورت سان هيٺيون خطرناڪ حالتون پيدا ٿينديون آهن:

(الف) عورت رت ڇڏڻ ڪري مري ويندي آهي.

(ب) عورت ان صورت ۾ به مري ويندي آهي، جڏهن وهندڙ رت سندس پيٽ ۾ زهر (Septicemia) بڻجي ويندو آهي.

(ب) ڪچو ٻار (رت جو دڳ/ لوٿڙو) پيٽ ۾ زهر بڻجي ويندو آهي، جيڪڏهن بروقت آپريشن ڪري عورت جي پيٽ مان لوٿڙو ڪڍيو ويو ته سندس جان بچي ويندي آهي نه ته ٻي صورت ۾ موت واقع ٿيندو آهي.

(پ) ٻيجٽي ناليءَ جي ڦاٽڻ کان پوءِ به ڦريل مادري ٻيجو پيٽ ۾ وڃي واڌ ويجھ ڪري سگهي ٿو.

**ٻيجٽي/ڳڀ ناليءَ جي (غير فطري) حمل جون علامتون ((Clinical Symptoms:**

(1) شروع ۾ ته عورت پاڻ کي پيٽ (حمل) سان سمجهندي آهي ۽ ڪيس اهي سڀ علامتون پيدا ٿينديون آهن. جيڪي حمل ۾ ڳورهاري عورت ۾ هونديون آهن.

(2) غير فطري حمل جي ڪجھ ڏينهن کان پوءِ عورت کي ڪلهن ۽ پيٽ ۾ سور ٿيندو آهي.

(3) دائي يا ڊاڪٽرياڻيءَ جي چڪاس ڪرڻ تي عورت جي ڳڀيرڻ، ٻار کان خالي محسوس ٿيندي آهي، جيڪو بيجا (غير فطري) حمل جو ڀرپور شڪ يا علامت هوندي آهي.

(4) ڪجھ ڏينهن بعد عورت کي نرن ۾ سور ٿيندو آهي، خاص ڪري ان پاسي جنهن پاسي غير فطري حمل واڌ ڪندو آهي ۽ اهو سُور وڌندو ويندو آهي.

(5) جڏهن صورتحال گهڻي خراب ٿي ويندي آهي ته عورت جو منهن ڦڪو ٿي ويندو آهي، نبض تڪڙي هلندي آهي ۽ پيشاب بند ٿي ويندو آهي، اڳتي هلي جسم جي گرميءَ (بخار) جو پد گهٽ ٿي،95 يا وڌ ۾ وڌ 96 ڊگري تي اچي بيهندو آهي.

(6) عورت کي مادري رستي کان ٿورو ٿورو رت ايندو آهي، جنهن ۾ وڪا ۽

ڪجھ پردا ٻہ ايندا آهن.

(7) گهڻي حالت خراب ٿيڻ تي عورت کي وقت بوقت بيهوشيءَ جا دورا پوندا آهن، يا جسم ۾ جهٽڪا لڳندا آهن. جيڪا حالت هن لاءِ ڪنهن بہ صورت ۾ چڱي ناهي هوندي.

**(II) پيٽانگي (پيٽ) ۾ حمل ٿيڻ Abdominal / Pregnancy**: هن قسم جو غير فطري حمل، ٻچي نالي‌ءَ ۾ ڦَريل مادري هيجو (Zygote) گهٽ‌وڌي وڃڻ سبب ٻچي نالي‌ءَ کي ڦاڙي شڪمي (پيٽانگي) پردي ۾ واڌ ويجهہ ڪندو آهي، جيڪو بہ عورت جي زندگيءَ لاءِ هاجيڪار هوندو آهي.

**پيٽانگي (پيٽ) غير فطري حمل جون علامتون (Clinical Symptoms):**

(1) عورت جي چڪاس ڪرڻ تي پيٽ جو اهو حصو اپريل ڏسڻ ۾ ايندو آهي، جنهن پاسي ٻار واڌ ويجهہ ڪندو آهي.

(2) دائي يا ڊاڪٽرياڻيءَ پاران چڪاس ڪرڻ تي عورت جي ڳڀيرڻ (ٻچيداني) ٻار کان خالي هوندي آهي.

(3) حمل جي شروع ۾ تہ عورت کي اها خبر نہ پوندي آهي تہ ڪيس حمل، ڳڀيرڻ بجاءِ ڪنهن ٻئي هنڌ ٿيو آهي، چو تہ شروع ۾ عورت ۾ غير فطري حمل دوران بہ ساڳيون علامتون هونديون آهن، جيڪي فطري حمل ۾ هونديون آهن، پر ڪجهہ عرصي کان پوءِ جڏهن عورت جي ٻچي نالي ڦاٽي پوندي ۽ ڦريل هيجو پيٽ (شڪم) جي جهلين ۾ جاءِ وٺندو آهي تہ ان وقت ڪيس رڳو ان پاسي وٽ سور پوندو آهي، جنهن پاسي واري ٻچي نالي ڦاٽي پوندي آهي. (وٽ سان سور پوڻ ٻچي نالي‌ءَ جي ڦاٽڻ جي پڪ هجڻ ۽ مضبوط علامت آهي). ٻچي نالي‌ءَ جي ڦاٽڻ سان ٻہ صورتون پيدا ٿينديون آهن، هڪ تہ اهو مادري ڦريل هيجو زهر بڻجي وڃي ۽ ان زهر جي لوٿڙي کي آپريشن ڪري نہ ڪڍيو ويو تہ هر حال ۾ عورت جي زندگيءَ کي خطرو هوندو آهي. ٻي صورت ۾ مادري ڦريل هيجو زهر نہ بڻجي ۽ چپ چاپ ۾ بنا ڪنهن نقصان رسائڻ جي عورت جي پيٽانگي ۾ پيو هجي ۽ ويم جا ڏينهن اچي پورا ٿيندا تہ عورت کي خيال ٿيندو تہ ويم جا ڏينهن بہ چڙهي ويا آهن، ٻار چو نہ ٿو پيدا ٿئي: جيتوڻيڪ ڪنهن ڪنهن وقت عورت کي مادري رستي کان ڪجهہ پشمي پاڻي، ڳاڙهو ۽ وڪا پيا نڪرندا آهن، پر ٻار ۾ چرپر نہ هوندي آهي، چو تہ ٻار ۾ ساهہ هوندو ئي ناهي، ٻار جي انهيءَ چرپر نہ هئڻ تي عورت کي شڪ پورن مهينن کان اڳ بہ پئجي سگهن ٿا. سيني صورتن جي نتيجي طور عورت جي پيٽ مان آپريشن ڪري بغير ساهہ وارو ننڍو يا وڏو گوشت جو لوٿڙو، جيڪو مادري ڦَريل هيجو (Zygote) هوندو آهي، ڪڍيو ويندو آهي.

(4) پيٽانگي جي غير فطري حمل دوران سڄو سارو عرصو واڌ ويجهہ ڪرڻ جي جاءِ وٽ عورت کي سور هوندو ئي هوندو آهي.

(5) غير فطري حمل وارو سمورو عرصو عورت جي وات جو سواد خراب هوندو آهي، وات ۾ پاڻي پريل هوندو آهي؛ اوڪارا ايندا آهن. اهو ئي سبب آهي جو ڪيس فطري پيٽ هئڻ جي پڪ هوندي آهي پر هوءَ خطري کان اڻڄاڻ هوندي آهي.

**(III) هيجڻين ۾ غير فطري حمل ٿيڻ Overian Pregnancy**: هن قسم جو غير فطري حمل ڪڏهن ڪڏهن ڳڀيرڻ بجاءِ هيجڻين ۾ ٿيندو آهي، جنهن جو سبب اهو آهي تہ مادري تخمي ٻج (Ovum) هيجڻين جي غدود ٿيلهين (Graffian Foallicles) مان نڪرڻ ۾ دير ڪندو آهي، تنهنڪري مرد جو نر تخمي ٻج (Spermatozoon) غدودي ٿيلهين ۾ پهچي ويندو آهي، جتي مادري تخمي ٻج ڦرجي پوندو آهي.

**هيجڻين جي غير فطري حمل جون علامتون (Clinical Symptoms)**: هيجڻين جي غير فطري حمل جون علامتون ساڳيون آهن، جيڪي هيجڻي /ٻچي نالي‌ءَ واري غير فطري حمل جون هونديون آهن.

**(IV) ڳڀڻ ۾ غير فطري حمل ٿيڻ (Cervix Pregnancy)**: ڳڀڻ (Cervix) ۾ حمل ان صورت ۾ ٿيندو آهي، جڏهن مادري ڦريل هيجو (Zygote) ٻچي نالي‌ءَ مان ڏڪجي ڳڀيرڻ ۾ داخل ٿيڻ وقت پنهنجي جمي ويهڻ جي فطري جاءِ ڳڀيرڻ جي مٿئين حصي، ڳڀيرڻ جي پيٽ يا تري (Fundus) ڏانهن وڃڻ بدران پنهنجو رخ ڦيرائي ڳڀيرڻ جي هيٺين حصي (ڳڀڻ) ڏي ڪري اتي جمي ويهندو آهي. جيتوڻيڪ ڳڀڻ خود ڳڀيرڻ جو هيٺيون حصو آهي، جنهن کي ڳڀيرڻ جي ڳچي يا مڪ لنگهہ چئبو آهي، پر هتي حمل جي جمي ويهڻ جي غير فطري جاءِ آهي، چو تہ هتي حمل گهڻي دير تائين جمي ويهي نہ سگهندو آهي ۽ مادري ڦريل هيجو ٿورو وڏو يا وزني ٿيڻ تي ٻن ٽن مهينن ۾ ڪري (ڪُهائي ٿي) پوندو آهي، جنهنڪري عورت جو تمام گهڻو رت وهي هلندو آهي ۽ ان سان گڏ مادري ڦريل هيجو بہ گوشت جي لوٿڙي جي شڪل ۾ نيڪال ٿي ويندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن ڪن ڳورهارين عورتن ۾ ٻار ٻئي، ٽئين، چوٿين ۽ پنجين مهيني بہ ڪُهائي (Abortion/Miscarriage) ٿيڻ جي عادت ٿي پوندي آهي، جنهن جو بنيادي سبب اهو آهي تہ ڳورهارين عورتن ۾ اهڙو غير فطري حمل ٿيڻ جو لاڙو (Tendency) پيدا ٿيندو آهي، جنهن ۾ ٻار ڳڀيرڻ جي مٿئين حصي ۾ ٺهڪي ويهڻ بجاءِ ڳڀڻ ۾ پنهنجي جاءِ ٺاهيندو آهي، نتيجي ۾ هر ڀيري ٻار ڪُهائي (ڪري) پوندو آهي، تنهنڪري حمل دوران ڊاڪٽرياڻين/ ڊاڪٽرن کان مسلسل تپاس جو سلسلو جاري رکجي تہ پيچيدگين کان بچي سگهجي ٿو.

**حمل[2]** (Aries): حمل آسماني ستارو آهي، جنهن کي علم نجوم ۾ 'برج حمل' چوندا آهن. هن ستاري وسيلي علم نجوم موجب ايندڙ حالتن ۽ قسمت جو اندازو لڳايو ويندو آهي. هن برج جو اثر 11 مارچ کان 20 اپريل تائين ليکيو ويندو آهي. هن برج جي شڪل 'گهيٽي' جهڙي آهي. 'هندي جوتش' ۾ هن برج کي 'ميک' چوندا آهن. نجومين مطابق هن برج جي اثر وارن مهينن دوران پيدا ٿيل ماڻهو پڪي ارادي وارا ۽ ٻين جي ڌيان جي مرڪز هوندا آهن. برج حمل سان واسطو رکندڙ خوش نصيب هوندا آهن ۽ سندن قيادت جي صلاحيت ٻين سمورن برجن سان واسطو رکندڙ ماڻهن کان گهڻي هوندي آهي. برج حمل سان واسطو رکندڙ شخصن



۾ پختي عزم وارا، چست، شفيق ۽ ٻين جي ڏيان جو مرڪز ٿي خوش ٿيڻ وارا، مهذب ۽ ملڻ جلڻ جا خوش طبع هوندا آهن.

**حمل جت:** حمل جت، صوفي شاهہ عنايت شهيدؒ جي تحريڪ خلاف سازش ڪندڙن مان هڪ شخص هو. حمل جت جي پيءُ جو نالو لاڪو هو. سندس خاندان علائقي ۾ وڏي اثر رسوخ وارو جاگيردار خاندان هو. هن جو پڙڏاڏو بہ حمل بن لاڪو هو. جنهن دهليءَ جي تخت ڏٽين شير الملڪ ۽ شاهجهان مغل جي وچ ۾ هلندڙ جنگ دوران شاهجهان جي وڏي مدد ڪئي هئي ۽ جڏهن شاهجهان ان جهيڙي ۾ سوڀارو ٿي تاج جو مالڪ ٿيو تہ هن سنڌ ۾ حمل بن لاڪي کي جاگيرن جا پروانا جاري ڪيا. حمل جت جي خاندان جو اثر رسوخ دهلي سلطنت تائين هو. جڏهن صوفي شاهہ عنايت شهيد جاگيرداريءَ خلاف جدوجهد شروع ڪئي ۽ برابريءَ وارو سماج قائم ڪرڻ گهريو تہ هن بہ صوفي شاهہ عنايت شهيدؒ جي وڏي مخالفت ڪئي. حمل جت، سيد عبدالواسع، نور محمد پليجي ۽ ٻين سان گڏجي شاهہ عنايت شهيد تي حملن ۾ شريڪ رهيو. دهلي دربار جي حڪم تي صوفي شاهہ عنايت خلاف لشڪر ڪلو ڪيائين. صوفي شاهہ عنايت شهيدؒ خلاف پنهنجي قبيلي مان بہ ماڻهو ڪنا ڪيائين، پر انهن شاهہ عنايت سان وڙهڻ کان نابري واري, پوءِ بہ هن نور محمد پليجي سان گڏجي صوفي شاهہ عنايت خلاف جنگ ڪرڻ جي نيت سان هڪ وڏو لشڪر جمع ڪيو ۽ صوفين جي قتلام ۾ سڀ کان اڳيرو رهيو.

**حمل ڍنڍ:** منڇر ڍنڍ کانپوءِ سنڌ ۾ ايراضيءَ جي لحاظ کان هيءَ ٻيو نمبر وڏي ڍنڍ آهي، جيڪا دادو لاڙڪاڻي ۽ قنبر شهدادڪوٽ ضلعن ۾ ورهايل آهي. سنڌ ايريگيشن اينڊ ڊرينيج اٿارٽي سنڌ مطابق هن ڍنڍ جي ڊيگهہ 25 ڪلوميٽر ۽ ويڪر 10 ڪلو ميٽر آهي هيءَ ڍنڍ بدام، ڪاڇڙي (ڪڇڙي) ۽ ساروهہ تي مشتمل آهي. هوڏ جي صورتحال ۾ هن ڍنڍ جي پکيڙ ۽ دائرو شهدادڪوٽ، وارهہ، قمبر ۽ دادو ضلعن جي علائقن فريدآباد ۽ ڪاڇي تائين وڏي وڃي ٿو. کيرٿر جبل جي هنج ۾ صدين کان موجود هيءَ ڍنڍ پڻ انساني آباديءَ جو مسڪن رهي آهي. اصل ۾ هيءَ ڍنڍ بہ منڇر وانگر هڪ Natural Depression ڍنڍ آهي، پر 1932ع ۾ ايف پي بند جي تعمير ٿيڻ کانپوءِ باقاعدي ڍنڍ جي شڪل اختيار ڪيائين، جنهن کي برساتن ۾ کيرٿر جابلو سلسلي مان وهي ايندڙ نيون پرين ٿيون. ان کانسواءِ بہ ڍنڍ ۾ پاڻيءَ پرڻ جا ٻيا ذريعا آهن، جن ۾ بلوچستان صوبي جي هيرالدين ڊرينيج اسڪيم جو ڪارو ۽ گندو پاڻي ۽ لاڙڪاڻي، جيڪب آباد ۽ شڪارپور ضلعن جو سم وارو پاڻي اچي وڃي ٿو. ان ڪري ڍنڍ ۾ انساني آباديءَ سان گڏ نباتات تي بہ هاڃيڪار اثر پيا آهن. حمل ڍنڍ ۾ پاڻي گڏ ڪرڻ جي گنجائش 10.08 ايم. اي. ايف آهي. ڍنڍ اندر ڪناري سان آباد انساني آبادي پنجن هزارن جي لڳ ڀڳ ٿيندي، جنهن جو گذر سفر ڍنڍ ۾ پيدا ٿيندڙ مڇي، موسمي پکين ۽ ڍنڍ ۾ موجود ٻي پيداوار آهي. حمل ڍنڍ پنهنجي پکيڙ، جاگرافي بيهڪ ۽ سونهن سبب سنڌ جو اثاثو ۽ املهہ خزانو آهي، جيڪا فطرتي حسناڪيءَ کي ورهين کان سانديندي پئي اچي. حمل ڍنڍ جي اولهہ ۾ کيرٿر جابلو سلسلي، شاهہ گودڙيي جي مزار، اوڀر ۾ ايف پي بند ۽ ميهڙ شهر آهن، اتر اولهہ ۾ وارهہ غيبي ديرو ۽ ڏکڻ ۾ فريد آباد ۽ ڪاڇي جو ميداني علائقو آهي.

**ڍنڍ تي نالي پوڻ جو سبب:** ڍنڍ تي حمل جي نالو پوڻ جي حوالي سان ڪيترين ڳالهين ۽ قصا مشهور آهن، جن مان هڪ هي بہ آهي تہ جڏهن سنڌ جو والي سمو حاڪم ڄام نظام الدين هو تہ هن سنڌ جي عظيم انسان دولهہ دريا خان کي وزيراعظم مقرر ڪيو انهن ڏينهن ۾ سنڌ تي اتر کان خاص ڪري قنڌار کان افغانن/ پٺاڻن/ ارغونن جا حملا ٿيندا هئا ۽ حملي آور لشڪر سنڌ ۾ اچي ڦُرلٽ ڪندا هئا. اهڙن حملن ۽ ڦرلٽ کي روڪڻ ۽ سنڌ جي تشخص کي برقرار رکڻ لاءِ دولهہ درياهہ خان حمل ڍنڍ واري علائقي يعني چانڊڪا پرڳڻي کي سيال خان چانڊيي ۽ ان جي 40 سائين جي حوالي ڪيو. جن مان هڪ شخص حمل چانڊيي (پاڙو مرزائي) کي سندس ڪٽنب سميت ڍنڍ واري علائقي ۾ آباد ڪيو ويو. حمل خان اتي پنهنجو ڳوٺ ٻڌو ۽ اهڙيءَ ريت حمل ڳوٺ جي ڪري هن ڍنڍ تي حمل نالو پئجي ويو. هڪ ٻي روايت ۾ آهي تہ حمل خان درويش صفت، سادو ماڻهو ۽ شاهوڪار شخص هو. هن ڍنڍ جي اولهہ طرف کيرٿر واري پاسي پنهنجي نالي 'حمل' سان ڳوٺ وسايو. اهو ڳوٺ اڄ بہ ڍنڍ جي الهندي ڪناري تي کيرٿر جبل جي پاڙ ۾ موجود آهي ۽ هن ڳوٺ کان ڇهن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي سنڌ جي مشهور اولياءَ شاهہ گودڙيي جي مزار آهي.

**حمل فقير**[1]: ناليواري صوفي شاعر، بزرگ حمل خان معروف 'حمل فقير' ولد رحيم داد لغاري 1815ع ڌاري خيرپور رياست ۾ جنم ورتو. هيءُ سنڌ جو نامور عوامي شاعر ٿي گذريو آهي. سندس وڏا اصل ۾ پنجاب جي شهر ديري غازي خان جا رهواسي هئا. حمل فقير ڪافي ۽ بيت جو تمام وڏو شاعر هو. سندس ڪلام سنڌي ۽ سرائيڪي زبانن ۾ چيل آهي. حمل فقير هڪ فطري شاعر هو. کيس قدرت طرفان ڏات مليل هئي، جنهنڪري موقعي جي مناسبت سان ٺهہ پهہ شعر چئي سگهندو هو. سندس شاعريءَ ۾ رواني غضب جي آهي. هن کي جوانيءَ ۾ عشق جي چوٽ بہ لڳي، جنهنڪري سندس شاعريءَ ۾ عشق ۽ حُسن جو ذڪر دلگذار انداز ۾ ملي ٿو.



حمل فقير جي مزار جو ڏيک

حمل فقير جي شاعريءَ ۾ ڏيهي حاڪمن ۽ سندن ڪاردارن جي ڏاڍاين جو بہ ذڪر موجود آهي، جنهن موجب ڏيهي ماڻهن جو داد فرياد نٿو ٿئي. استحصالي طبقو غريب عوام کي لُٽي رهيو آهي. حمل فقير انهن معاشرتي برائين جي نشاندهي تنقيدي انداز ۾ هن ريت ڪئي آهي:

ڪير ڪنهن جو فرياد سُڻي ۽ ڪير ڪنهن جو داد ڪري.
جت سوار ڏنگو، سالار ڏنگو، دستار ڏنگي، تلوار ڏنگي،
ڪيئن اچي ڪم راس تنهن جاءِ سمجهہ سخن، ڪر هوش حمل!
ڪوٽار ڏنگو، ڪمدار ڏنگو، مختيار ڏنگو، سرڪار ڏنگي.

سندس ڪلام هر عام ۽ خاص ماڻهوءَ جي زندگيءَ جي ترجماني آهي. موقعاتي ۽ في البديهه شعر چوڻ ۾ ڪمال رکندو هو. سندس شاعري عوامي جذبن ۽ احساسن جو آئينو آهي. آخري عمر ۾ مداحون، معجزا ۽ مناقبا به چيائين. سندس ڪلام 'ڪليات حمل' جي نالي سان سنڌ جي نامياري عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ترتيب ڏئي سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپرايو آهي، جنهن جا هن وقت تائين ڪيترائي ڇاپا پڌرا ٿي چڪا آهن. حمل فقير پنهنجي عمر جو آخري حصو سڪرنڊ جي پرسان ڳوٺ محمود لغاريءَ ۾ گذاريو، جتي هو هڪ ڪنڊيءَ جي هيٺان مڪتب هلائيندو ۽ ٻارن کي پڙهائيندو هو. اتي ئي 1878ع ۾ وفات ڪيائين.

**حمل فقير** [2] (ڪتاب): سنڌ جي عوامي ۽ صوفي شاعر حمل فقير لغاريءَ جي فن ۽ فڪر بابت، حمل فقير ڪلچرل ڪميٽي، نوابشاهه طرفان ڇپايل ڪتاب سلسلي جو هي چوٿون ڪتاب، 1997ع ۾، حمل فقير لغاريءَ جي عرس ۽ ميلي جي موقعي تي پڌرو ڪيو ويو هو. جنهن ۾ حمل فقير جي ميلي جي پسمنظر، حمل فقير جي مزار ۽ آسپاس ڪرايل ترقياتي ڪم، حمل فقير ادبي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪندڙ قابل ذڪر شخصيتن جي تفصيل ڪان سواءِ حمل فقير جي سوانح، حمل فقير جي دور جي سياسي ۽ تاريخي حالتن، حمل فقير جي اڻ ڇپيل ڪلام ڪان سواءِ حمل فقير جي ڪلام جي خوبين، ڪلام ۾ سمايل فڪر، موضوعن ۽ حمل فقير جي شاعريءَ جي مختلف رخن ۽ سندس فڪري پسمنظر تي مختلف اديبن ۽ عالمن جا مقالا ۽ مضمون شامل آهن. ڪتاب ۾ سيد امداد محمد شاهه، جام خان لغاري، ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي، تاج جويو، حافظ محمد بخش خاصخيلي، ڊاڪٽر عبدالرزاق گهانگهرو، محمد صديق منگيو، علي نواز ڏاهري، محمد پناهه ڦرڙي، ماڻڪ ملاح، فياض چنڊ ڪليري، اسد ڪورائي ۽ ٻين جا مقالا شامل آهن. ڪتاب ۾ حمل فقير لغاريءَ جي مزار ۽ احاطي ۾ ٿيل ترقياتي رٿائن جون رنگين تصويرون به شامل آهن. ڊيمي سائيز جي 152 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب 1997ع ۾ ڇپيو آهي ۽ ان جي قيمت رکيل نه آهي.



**حمل فقير** [3] (ڪتاب): سنڌي عوامي ۽ صوفي شاعر حمل فقير لغاريءَ جي عرس جي موقعي تي، 1988ع ۾ پڌرو ڪيل، مقالن ۽ تاثرات تي مشتمل هي ڪتاب، حمل فقير ڪلچرل ڪميٽي نوابشاهه ترتيب ڏياري ڇپرايو آهي. هن ڪتاب جي ترتيب، حبيب الله صديقي، فيض محمد ميمڻ، محمد سليم ميمڻ ۽ مير محمد پيرزادي ڏني آهي. هي ڪتاب ۾ قاضي فيض محمد، سيد امداد محمد شاهه ۽ حفيظ قريشي ائڊووڪيٽ جي تقريرن ۽ قريشي حامد علي خانائي، ڊاڪٽر حيدر سنڌي، ضيا خياروي، حافظ محمد بخش خاصخيلي ۽ محمد پناهه ڦرڙي جا حمل فقير جي شاعريءَ، فڪر ۽ شخصيت بابت مومن، رحيم بخش قمر ۽ راشد مورائيءَ جو منظوم خراج تي مشتمل آهي. ڊيمي سائيز جي 80 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت ويهه روپيا آهي.



**حمل فقير جو ڪلام** (ڪتاب): حمل فقير جو ڪلام عرف ڪليات حمل ناميار صوفي شاعر حمل فقير لغاريءَ جي شاعريءَ جو ڪتاب آهي، جيڪو سنڌي ادب جي وڏي محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سهيڙيو آهي. هن ڪتاب ۾ حمل فقير جي سموري ڪلام کي وڏيءَ محنت ۽ ڏکين لفظن جي معنيٰ سان گڏ مرتب ڪيو آهي. ڪتاب کي ٽن ڀاڱن: (1) سنڌي ڪلام، (2) سرائڪي ڪلام ۽ (3) هندي ڪلام ۾ ورهايو ويو آهي. ان ڪانسواءِ مختلف ڇاپن جا ضميما به شامل آهن. ڪتاب جو تفصيلي مقدمو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکيو آهي. پڪي جلد سان، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪُل 366 صفحا آهن. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1953ع، ٻيو ڇاپو ڊسمبر 1957ع ۾، ٽيون ڇاپو مارچ 1968ع ۾، چوٿون ڇاپو نومبر 1982ع ۾، پنجون ڇاپو ڊسمبر 1991ع ۾ ۽ ڇهون ڇاپو جولاءِ 2004ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، جام شوري شايع ڪيو ۽ اُن جي قيمت 150 روپيا آهي.




**حمل فقير لغاري لائبريري**: حمل فقير لغاري اعليٰ پايي جي شاعر هئڻ سان گڏ علمي ۽ ادبي ڪتابن سان چاهه رکندڙ عالم شخص هو. حمل فقير مڪتب ۾ فارسي پڙهائيندو هو. ان ڪري وٽس پارسي ادب ۽ نصاب جي ڪتابن سان گڏ شيخ سعدي، جامي، حافظ ۽ رومي جي مثنوين جا ڪتاب موجود هئا. حمل فقير وٽ فارسي علم ۽ ادب جي ڪتابن تي مشتمل سٺي لائبريري هئي. اڳتي هلي سندس خاندان ۾ اهو علمي چاهه پيدا نه ٿيو. ان ڪري اها ضخيم لائبريري بي ڌيانيءَ جي ور چڙهي وئي.

**حمل ڪاشري** (ديهه): تعلقي وارهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'حمل' ۽ 'سعيد خان' نالي ڳوٺ آباد آهن.

**حمود الرحمان، جسٽس**: نامور قانوندان، سپريم ڪورٽ جو اڳوڻو چيف جسٽس حمود الرحمان، پهرين نومبر 1910ع تي پٽنا ۾ جائو. بي.اي ڪلڪتي يونيورسٽيءَ مان ڪرڻ بعد قانون جي اعليٰ تعليم لنڊن جي يونيورسٽيءَ 'گريزن' مان حاصل ڪيائين. 1938ع ۾ ڪلڪتي هاءِ ڪورٽ بار ائسوسيئيشن جو ميمبر؛ 1940ع ۾ ڪلڪتي ميونسپل ڪارپوريشن جو ڪائونسلر ۽ 1943ع ۾ ڪلڪتي جو ڊپٽي ميئر منتخب ٿيو. پاڪستان قائم ٿيڻ کانپوءِ اسٽيٽ بئنڪ آف پاڪستان جو قانوني صلاحڪار. 1953ع ۾ اوپر پاڪستان جو ايڊووڪيٽ جنرل؛ 1954ع ۾ ڍاڪا هاءِ ڪورٽ جو جج ۽ 1960ع ۾ سپريم ڪورٽ جو جج مقرر ٿيو 21 آڪٽوبر 1968ع تي کيس سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس مقرر ڪيو ويو. ان دؤران اعليٰ تعليمي ڪميشن جو چيئرمين ٿيڻ سميت قانوني اصلاحات ڪميشن جو چيئرمين ۽ عالمي عدالت جو مصالحتي ميمبر به رهيو.



ڊسمبر 1971ع ۾ اوير پاڪستان واري سانحي ۽ عام ماڻهن جي قتل عام متعلق سبب معلوم ڪرڻ لاءِ ملڪ جي اڳوڻي صدر ذوالفقار علي ڀُٽي، جسٽس حمود الرحمان جي سربراهيءَ ۾ هڪ ڪميشن جوڙي، جيڪا 'حمودالرحمان ڪميشن' نالي سان مشهور ٿي. هن ڪميشن کي ان واقعي سان گڏ ايسٽرن ڪمان جي ڪمانڊر ۽ ٻين فوجي دستن جي هٿيارن ڦٽي ڪرڻ ۽ سرحدن تي جنگبنديءَ جي اصل سببن کي معلوم ڪرڻ جون هدايتون ڏنيون ويون. جسٽس حمود الرحمٰن قابل شخصيت جو مالڪ هو. هن مقرر وقت کان اڳ ئي رٽائرمينٽ ورتي. 1979ع ۾ کيس جنرل ضياء الحق پنهنجو قانوني صلاحڪار مقرر ڪيو. هن 20 ڊسمبر 1981ع تي وفات ڪئي.

**حمودالرحمان ڪميشن:** ڊسمبر 1971ع ۾ جڏهن پاڪستان جو اوير وارو حصو ٽٽي، آزاد ۽ خودمختيار ملڪ بنگلاديش بڻجي ويو ته ان سانحي جي پسمنظر کي آڏو رکي ان عرصي جي واقعن ۽ سببن جي تحقيق لاءِ 24 ڊسمبر 1971ع تي اڳوڻي صدر ذوالفقار علي ڀُٽي هڪ ڪميشن جوڙڻ جو حڪمنامو جاري ڪيو. ان ڪميشن جي سربراهي سپريم ڪورٽ جي ان وقت جي چيف جسٽس، جسٽس حمود الرحمان کي ڏني وئي. سندس مددگارن ۾ سنڌ هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس طفيل علي عبدالرحمان ۽ پنجاب هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس انوارالحق به شامل هئا. هن ڪميشن جو دائرو محدود رکندي، اهي هدايتون جاري ڪيون ويون ته ڪميشن انهن حالتن بابت تحقيق ڪري، جن جي ڪري ايسٽرن ڪمان جي ڪمانڊر هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ ان جي زيردست هٿياربند فوج جي اهم عملدارن به هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ اوير پاڪستان، ڀارتي سرحدن توڙي جمون ڪشمير رياست ۾ سيز فائر لائن تي جنگ بنديءَ جو حڪم ڏنو ويو.حمود الرحمان ڪميشن 17 جنوري 1972ع کان پنهنجي جاچ جو ڪم شروع ڪيو ۽ 12 جولاءِ 1972ع تي پنهنجي عبوري رپورٽ اڳوڻي صدر ذوالفقار علي ڀُٽي جي آڏو پيش ڪئي. 1974ع ۾ جڏهن ڀارت وٽان جنگي قيدين جي واپسيءَ وارو عمل مڪمل ٿيو ته هن ڪميشن ٻيهر تحقيق جو رخ موڙي جنرل نيازيءَ ۽ ٻين قيدي فوجين جا بيان قلمبند ڪيا ۽ پوءِ 25 نومبر 1974ع تي تفصيلي رپورٽ ۽ سفارشون ذوالفقار علي ڀُٽي کي پيش ڪيون، جيڪو ان دوران پاڪستان جو وزيراعظم بڻجي چڪو هو. عوامي حلقن پاران اها رپورٽ شايع ڪرائي حقيقتون عام ڪرڻ جو مطالبو به ٿيندو رهيو، پر پاڪستاني فوج جي ساک کي آڏو رکندي ڪميشن جي اها رپورٽ شايع نه ڪرائي وئي، ڪجهه فوجي حلقن جو چوڻ هو ته فوجي اعليٰ ڪمان هن رپورٽ جي اشاعت لاءِ اجازت به ڏني هئي. ڪيترا سال حمودالرحمان ڪميشن جي اها رپورٽ ڳجهي رهي، پر 21 آگسٽ 2000ع تي ڀارت جي رسالي 'انڊيا ٽوڊي' پنهنجي هڪ خاص اشاعت ۾ هن رپورٽ جا ڪجهه اهم اقتباس هٿ ڪري شايع ڪري ڇڏيا، جيڪي پوءِ پاڪستاني اخبارن ۾ به شايع ٿيا. ان ڪانپوءِ پاڪستان حڪومت به هن رپورٽ کي ڊِي ڪلاسيفاءِ ڪرڻ تي راضي ٿي. 30 ڊسمبر 2000ع تي ملڪ جي اڳوڻي چيف ايگزيڪيٽو جنرل پرويز مشرف جي دور ۾ هن رپورٽ جو دستاويز ميڊيا جي حوالي ڪيو ويو، جنهن ڪانپوءِ هن سانحي جون حقيقتون عوام آڏو نروار ٿيون.

**حمورابي** (Hammurabi): بابل جو بادشاهه ۽ تاريخ جو عظيم قانونساز حمورابي، بابل جي پهرئين شاهي گهراڻي جو ڇهون نمبر بادشاهه ٿي گذريو آهي.



هيءُ 1792 ق. م ۾ تخت تي ويٺو سندس والد سن مبالت (SinMuballit) کان پوءِ هو بابل جو بادشاهه بڻيو ۽ ڪجهه ويجهين رياستن تي فتحون حاصل ڪيائين ۽ پنهنجي شهنشاهت کي ميسوپوٽيما تائين وڌايائين. حمورابي تاريخ ۾ اعليٰ قانونساز طور سڃاتو وڃي ٿو. حمورابيءَ جا قانون 1901ع ڌاري دريافت ٿيا. حمورابيءَ کان اڳ جيڪي بادشاهه آيا، انهن جي ڌيان جو مرڪز صرف مرڪزي ميسوپوٽيما رهيو، پر هن پنهنجي حڪومت دوران بورسپا (Borsippa)، ڪش (Kish) ۽ سپار (Sippar) نالي ڪجهه شهري رياستون فتح ڪيون. حمورابيءَ جي حڪومت جا ڪجهه سال ڪنهن حد تائين امن وارا گذريا. هن پنهنجي حڪومت دوران ڪيترا عام ڀلائيءَ جا ڪم به ڪيا. شهري دفاع جي لاءِ ڀتيون ۽ ڪيترائي مندر به ٺهرايائين. حمورابيءَ ڪيترين جنگين ۾ حصو ورتو. هن پنهنجي اقتدار دوران ڏاکڻين علائقن طرف وڌيڪ ڌيان ڏنو، جنهنڪري اترين علائقن ۾ هن جي فوجين جي غير موجودگيءَ جي ڪري افراتفري پکڙجي وئي. جنهن خلاف هن لشڪر ڪشي ڪئي، جنهن ۾ اتر وارن اتحادين سندس مدد ڪئي. اهڙيءَ ريت پنهنجي اترين اتحادين جي سهڪار سان هن اشنوما (Eshnuma) جي بغاوت کي ڀنجو ڊُئي پنهنجي شهنشاهيت کي وڌايو ۽ ڪجهه سالن ۾ ميسوپوٽيميا کي پنهنجي حڪومت جي حدن اندر آڻي ڇڏيائين. حمورابيءَ جا قانون (Code of Hammurabi) پٿر جي ٺهيل هڪ يادگار تي اَٺن ميٽرن جي بلنديءَ تي لکيل آهن. هن جي زماني ۾ انهن قانونن وارن پٿرن کي عام جڳهين تي رکيو ويو ته جيئن هر عام توڙي خاص انهن کي آسانيءَ سان پڙهي سگهي. حمورابيءَ جي قانون وارو اهو يادگار 1901ع ۾ دريافت ٿيو ۽ هن وقت فرانس جي شهر پئرس جي لئووري عجائب گهر (Louvre Museum) ۾ رکيل آهي. حمورابيءَ جو قانون (Code of Hammurabi) 2882 شقن تي مشتمل ۽ عڪادي ٻوليءَ (Akkadian Language) ۾ لکيل آهي. بابل جي هن بادشاهه حمورابيءَ 1750 ق.م ۾ وفات ڪئي، جنهن بعد شهنشاهيت جون واڳون سندس پٽ Samsu-Iluna جي هٿ ۾ آيون.

**حميدپور** (ديهه): تعلقي ٺل جي هڪ ديهه ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پلاڻ، غلام رباني، عبدالفتاح ڪوسو، رضا محمد ٽانوري، حاجي ارسلان جکراڻي، سائين بخش جکراڻي، حاجي فيض محمد، محبت خان ڪوسو ۽ سوڀو خان بنگلاڻي.

**حميد جاگير** (ديهه): تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

مينهو منگي، لڏو مهر، حميد جاگير/حميد ڊکڻ، مدهل، شاهه معرفاڻي ۽ موريو ڊکڻ.

**حميد سنڌي:** سنڌي ٻوليءَ جي نامياري اديب، ڪهاڻيڪار حميد سنڌيءَ جو پورو نالو عبدالحميد ولد محمد اسماعيل ميمڻ آهي. هن 12 آڪٽوبر 1939ع تي نوشهري فيروز ۾ جنم ورتو. پرائمري توڙي سيڪنڊري تعليم نوشهري فيروز مان حاصل ڪيائين. گريجوئيشن ڪرڻ بعد هن 'زرعي اقتصاديات' جي مضمون ۾ ايم. اي ۽ ايل ايل بي ڪئي. 61- 1960ع ڏاڙي وليج ايڊ ڪاتي ۾ پبلسٽي آفيسر مقرر ٿيو جنهن بعد مختلف ڪوآپريٽو توڙي ڪمرشل بئنڪن ۾ 1966ع تائين آفيسر ۽ مئنيجر طور ڪم ڪيائين. 1966ع کان 1970ع واري عرصي ۾ وڪالت ڪيائين. بعد ۾ هن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ امتحاني ڪنٽرولر، رجسٽرار ۽ ايڊيشنل ڊائريڪٽر (سنڌالاجي) طور خدمتون سرانجام ڏنيون. ڪجهه عرصو تعليم کاتي ۾ ڊائريڪٽر ڪاليجز، پبلڪ اسڪول حيدرآباد جي پرنسپال طور ذميواريون سنڀاليائين. ملازمت دوران علمي ادبي ڪم به جاري رکندو آيو ۽ ڪهاڻيون لکڻ سان گڏ پنهنجي قائم ڪيل 'بزم روح رهاڻ' جي پليٽ فارم تان ادبي گڏجاڻيون، مشاعرا وغيره منعقد ڪندو رهيو ادبي مخزن 'روح رهاڻ' جاري ڪيائين. ان سان گڏ 'مارئي' ۽ 'لطيف ڊائجسٽ' جو ايڊيٽر ۽ 'نئين زندگي' مخزن جو صلاحڪار به رهيو آهي. سنڌس انتظامي تجربي کي آڏو رکندي حڪومت کيس سنڌ زرعي يونيورسٽي ٽنڊي ڄام ۽ پوءِ شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو انهيءَ پد تي 1995ع تائين رهيو. 1996ع ۾ ڊائريڪٽر بيورو آف ڪريڪيولم؛ 1997ع کان 1998ع تائين سنڌ ٽيڪسٽ بورڊ جو چيئرمين ۽ 1997ع کان 1998ع تائين سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جو چيئرمين رهيو.



حميد سنڌي، سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ، مالياتي ڪميٽي ۽ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز جو ميمبر به رهيو. تعليمي بورڊ سکر؛ حيدرآباد؛ سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شوري؛ پبلڪ اسڪول سکر؛ فيڊرل سوشل ايڪشن پروگرام اسلام آباد؛ سنڌ ڪائونسل آف اسڪائوٽس وغيره جي انتظامي بورڊن جو ميمبر ۽ سچل اڪيڊمي خيرپور جو چيئرمين به رهيو آهي.

حميد سنڌيءَ کي علمي ادبي خدمتن عيوض ڪيترا اوارڊ/ اعزاز به مليا جن ۾: ڪهاڻين جي مجموعي 'ويرون' تي پاڪستان اڪيڊمي آف ليٽرس، پاڪستان رائيٽرس گلڊ ۽ سنڌالاجي ڄامشوري طرفان اوارڊ (1981ع)، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران 'شاهه عبداللطيف اوارڊ'؛ نئشنل بوڪ فائونڊيشن طرفان ڪتاب 'راڻا جي رجپوت' تي اوارڊ (1995ع)، پاڪستان سرڪار طرفان 23 مارچ 1990ع تي 'تمغه امتياز' اوارڊ، ۽ 28 آگسٽ 1993ع تي صدارتي 'اعزاز فضيلت' شامل آهن.

حميد سنڌيءَ جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) سيمي (ڪهاڻين جو مجموعو)، (2) اداس واديون (ڪهاڻيون: ٻه ڇاپا)، (3) ويرون (ڪهاڻيون: ٽي ڇاپا)، (4) راڻا جي رجپوت (ڪهاڻيون: ٻه ڇاپا)، (5) جاڳ به تنهنجي جيءَ سان (ڪهاڻيون)، (6) سوني زنجير (جاپاني لوڪ ڪهاڻين جو ترجمو)، (7) سوڪي ڌرتي (اردو ڪهاڻيون)، (8) آري ڄڻن شال (سچل سرمست تي تحقيقي مقالا، ترتيب)، مهراڻ جون چونڊ ڪهاڻيون (ترتيب) شامل آهن. ان کانسواءِ هر سال شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي عرس جي موقعي تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنسن ۾ مختلف سُرن تي پيش ٿيل تحقيقي مقالن جو مرتب رهيو آهي، انهيءَ سلسلي ۾: (1) سر ليلان چنيسر (2) سر گهاتو (3) سر ڪاموڏ، (4) سر مارئي، (5) سر ڪاپائتي، (6) سر بلاول، (7) سر رامڪلي، (8) سر ڪاهوڙي، (9) سر ڪارايل، (10) سر بروو، (11) سر سارنگ وغيره ڪتابي صورت ۾ ڇپيل آهن.

حميد سنڌي ڪجهه عرصو پبلڪ اسڪول حيدرآباد جي بورڊ آف گورنرس جو چيئرمين به رهيو. 'روح رهاڻ' مخزن جاري ڪرڻ کانسواءِ 'بزم روح رهاڻ' جون محفلون منعقد ڪندو رهي ٿو هيءَ هن وقت قاسم آباد، حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**حميد شيخ:** حميد شيخ ولد قاضي عبدالله سنڌي دربيلي، ضلعي نوشهري فيروز جو رهاڪو هو هن جو ذڪر تاريخ معصومي ۾ آيو آهي ته قاضي عبدالله ارغوني ظلمن کان تنگ ٿي احمد آباد (گجرات) لڏي ويو شيخ حميد ۽ شيخ رحمت الله سندس پٽ هئا، جي پڻ والد (قاضي عبدالله) سان گڏ گجرات لڏي آيا هئا. ڪجهه وقت کانپوءِ قاضي عبدالله ۽ شيخ رحمت الله حرمين شريفين لڏي ويا. هتي رهندي ديني ۽ علمي خدمت ۾ زندگي پوري ڪيائون. البت شيخ حميد پوءِ به گهڻو عرصو احمد آباد ۾ مقيم رهيو اڪبر جي لشڪر گجرات فتح ڪئي ته مير معصوم بکري به ان فوج ۾ شامل هو بعد ۾ شيخ حميد کان مير معصوم حديث جا ڪتاب پڙهي علم جي تڪميل ڪئي. مير صاحب 'تاريخ معصوميءَ' ۾ حميد شيخ جي گهڻي تعريف ڪئي آهي. بعد ۾ شيخ حميد به والد جي پيروي ڪندي حرمين هليو ويو. باقي زندگي درس ۽ تدريس ۾ سفر ڪري اتي ئي وفات ڪيائين.

**حميد عظيم آبادي:** اردو ٻوليءَ جو مشهور لسانياتي ماهر، محقق، نقاد ۽ شاعر حميد عظيم آبادي 18 فيبروري 1896ع تي عظيم آباد پٽنا، صوبي بهار، هندستان ۾ ڄائو سندس اصل نالو سيد عبدالحميد هو هن جا وڏا عظيم آباد کان لڏي سکر ۾ اچي آباد ٿيا. سکر مان نڪرندڙ رسالي 'جام جم' جو ايڊيٽر ۽ سکر جي مجلس ادب جو باني هو.

هن جي لکيل نثري ڪتابن ۾: (1) 'جامع العروض' (1939ع) (2) 'بهار ۾ اردو'، (3) 'رضرالعروض' 1936ع ۽ (4) 'مفتاح العروض' (1952ع) شامل آهن. سندس شاعريءَ جا هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن: (1) 'ديوان حميد' ۽ (2) 'سروش ميڪده'. هن 6 نومبر 1963ع تي وفات ڪئي.

**حميد علي خان، استاد:** ناليوارو راڳي استاد حميد علي خان 1945ع ڌاري ٽنڊي آدم ۾ ڄائو هيءَ سنڌ جي نامور ڪلاسيڪل راڳي استاد منظور علي خان جو ڀاڻيجو هو استاد حميد علي خان گهڻو ڪري پنهنجي ننڍي ڀاءُ خانصاحب استاد فتح علي سان ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي پروگرامن ۾ ڳائيندو هو ڪلاسيڪل موسيقيءَ ۾ بهترين ڪارڪردگي جي ڪري کيس 1991ع ۾ حڪومت پاران پرائيڊ آف پرفارمنس - اعزاز حسن ڪارڪردگيءَ جو اوارڊ مليو هن پاڪستان ٽيليويزن ڪراچيءَ تي ٻارن جي پروگرامن 'روشن تارا'، 'پرک'، 'سُر جو سفر'، ۽ 'سنڌ سينگار' لاءِ ڪيترائي گيت ڳايا.

**حميد ڪورائي** (ديهه): تعلقي ميرپور ماٿيلي جي ديهه، جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن:

سردار خان ڪورائي، گل محمد ڪهاوڙ، سلطان ڪهاوڙ، رئيس سچل چاچڙ، دودو نائچ، مزار چاچڙ، محب چاچڙ، سمندر چاچڙ، پٽي ڳوٺ، نبي بخش نائچ ۽ پاڳيو چاچڙ.

**حميد نظامي**: ناليوارو صحافي ۽ تحريڪِ پاڪستان جو اڳواڻ حميد نظامي، 3 جنوري 1915ع تي سانگلا هل (شيخوپوره) ۾ پيدا ٿيو. سانگلا هل مان مئٽرڪ ڪرڻ کانپوءِ وڌيڪ تعليم لاءِ 1932ع ڌاري لاهور هليو ويو، جتي اسلاميه ڪاليج مان بي. اي ڪرڻ کانپوءِ هن ڪرسچن ڪاليج فارمين لاهور مان ايم. اي انگريزيءَ ۾ ڪئي. شاگرديءَ واري زماني دوران سياسي ۽ ادبي رسالي 'ماهوار سربان' جو نائب ايڊيٽر مقرر ٿيو. مارچ 1940ع ۾ هن پندرهن روزه اخبار 'نواءِ وقت' شروع ڪئي، جيڪا اڳتي هلي روزاني اخبار جي صورت ۾ لاهور مان شايع ٿيڻ لڳي. پاڪستان جي آزاديءَ واري تحريڪ ۾ هن اخبار جو چڱو ڪردار رهيو. پاڪستان جي قيام کانپوءِ ان اخبار ذريعي حڪومت جي غلط پاليسين تي تنقيد ڪندو رهيو ون يونٽ جو حامي رهيو.



حميد نظامي 25 فيبروري 1962ع تي وفات ڪري ويو.

**حميد هارون**: مشهور صحافي ۽ سياستدان حميد هارون ولد سعيد هارون 27 آڪٽوبر 1953ع تي ڄائو. هن لنڊن اسڪول آف اڪنامڪس مان گريجوئيشن، هارورڊ يونيورسٽيءَ مان ريجنل اسٽڊيز (ايسٽ ايشيا) ۾ ايم. اي، بوسٽن يونيورسٽيءَ مان 'پوليٽيڪل اڪانامي ۽ اڪنامڪس' ۾ ايم. اي ڪئي. حميد هارون پاڪستان جي وڏي ميڊيا گروپ 'ڊان' جو چيف ايگزيڪيوٽو آفيسر هئڻ سان گڏ انگريزي رسالن 'هيرالڊ'، 'اسپائيڊر' (Spider)، آئي. ٽي سان لاڳاپيل رهيو آهي. اروڙا (مارڪيٽنگ ۽ ايڊورٽائيزنگ) جو پبلشر آهي. ڊان نيوز چينل ۽ سٽي ايف ايم 89 به سنڌس سنڀال هيٺ هلي رهيا آهن.



1980ع کان عملي زندگيءَ جي شروعات ڪيائين. ڊان گروپ جي چيف ايگزيڪيوٽو طور 1998ع کان ذميواريون نڀائيندو پيو اچي. آل پاڪستان نيوز پيپر سوسائٽي (APNS) جو صدر به رهيو آهي. حميد هارون ثقافت ۽ آرٽ کي هٿي وٺرائڻ لاءِ اڻٿڪ ڪوششون ڪيون آهن. آرٽ، موسيقيءَ توڙي قديم ماڳن بابت (1) مهتا پيلس گئلري ٽرسٽ ڪراچي، (2) لاهور ميوزم، (3) موهن جي دڙي بابت ايگزيڪيوٽو ڪميٽيءَ سان گڏ ماڳن ۽ يادگارن جي حفاظت بابت اهم ڪميٽين جو ميمبر رهيو آهي. هن آرٽ بابت ڪيترين ئي نمائشون منعقد ڪري ملڪ جي وڏن مصورن جي قدرداني ڪئي آهي. ونس موسيقي توڙي ناياب تصويرن جو وڏو ذخيرو موجود آهي. هن ڪيترن ئي ناياب ڪتابن جي بيهر اشاعت لاءِ ڪوششون ورتيون. کيس 2004ع ۾ 'ستاره امتياز' اوارڊ مليو ان کانسواءِ 'شاهه لطيف اوارڊ' ۽ 'ايشين فيڊريشن آف ايڊورٽائيزنگ' جو اوارڊ به مليو آهي.

**حميده کهڙو، ڊاڪٽر**: سنڌ جي مشهور سياستدان ۽ اڳوڻي وزير اعليٰ خانبهادر محمد ايوب کهڙي جي نياڻي ڊاڪٽر حميده کهڙو 13 آگسٽ 1936ع تي ڳوٺ عاقل، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو پرائمري تعليم ڳوٺ مان؛ سيڪنڊري تعليم سينٽ جوزف ڪنوينٽ اسڪول ڪراچيءَ مان ۽ انٽرميڊيئيٽ سينٽ جوزف ڪاليج ڪراچيءَ مان ڪيائين. هن ڪراچي يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد ڪئمبرج يونيورسٽي انگلنڊ مان 1961ع ڌاري تاريخ جي مضمون ۾ گريجوئيشن ڪئي. هن آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي به ڪئي، ان بعد هن اسڪول آف اورينٽئل اينڊ آفريڪن اسٽڊيز، لنڊن يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪئي. هيءَ پهرين مسلم خاتون هئي، جنهن اتان ڊاڪٽريٽ ڪئي. ڏيهه موٽڻ بعد ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ 1965ع کان 1969ع تائين پڙهايائين، جتان ڪجهه سياسي سببن جي ڪري کيس برطرف ڪيو ويو. ان بعد هن سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ملازمت اختيار ڪئي، جتي ذاتي ڪوششون وٺندي پاڪستان اسٽڊي سينٽر قائم ڪرايائين. 1983ع ۾ يونيورسٽي گرانٽس ڪميشن جي ميمبر به ٿي، پر ٻن مهينن بعد استيعفا ڏيئي سياست ۾ حصو وٺڻ جو فيصلو ڪيائين. هن شروع ۾ سنڌ جي حقن ۽ خود مختياريءَ واري موقف سان سياست جو آغاز ڪندي سائين جي. ايم. سيد جي رهنمائيءَ ۾ ڀرپور سرگرميون شروع ڪيون، پر ڪجهه عرصي بعد قومپرست سياست کان پاسيري ٿي وئي.



ڊاڪٽر حميده انهن ڪجهه ماڻهن ۾ شامل هئي، جن 1971ع ۾ پيٽو حڪومت ۽ انهن حالتن تي تنقيد ۽ شيخ مجيب رحمان جي هلچل جي حمايت ڪئي. هن 1973ع واري آئين تي به تنقيد ڪندي، ان کي صوبن جو مخالف قرار ڏنو. 1988ع ۾ ڊاڪٽر حميده کهڙو، سنڌ نيشنل الائنس جي چيئرپرسن منتخب ٿي ۽ انهي ئي پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي 1988ع وارين چونڊن ۾ بيگم نصرت ڀٽو جي مقابلي ۾ چونڊن ۾ حصو ورتائين پر ڪامياب نه ٿي سگهي. 1990ع ۾ جڏهن جام صادق جي قيادت ۾ نگران حڪومت جُڙي ته ڊاڪٽر حميده کهڙو کي ڪجهه مهينن لاءِ تعليم کاتي جو قلمدان ڏنو ويو. 1993ع ۾ هن پاڪستان مسلم ليگ (ن) ۾ شموليت اختيار ڪئي. هوءَ پارٽيءَ جي سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جي ميمبر ۽ پاليسي پلاننگ ڪميٽيءَ جي چيئرپرسن به رهي.

1999ع ۾ جڏهن جنرل پرويز مشرف اقتدار تي قبضو ڪيو ته سياسي پارٽين، خاص ڪري مسلم ليگ (ن) گروپ ۾ انتشار پيو. ڪيئي سال ان جي قيادت ملڪ بدر رهي، پارٽين مان ڪيترائي ميمبر ٽوڙيا ويا. 2002ع وارين چونڊن ۾ ڊاڪٽر حميده کهڙو 'ق' ليگ جي ٽڪيٽ تي عورتن واري مخصوص سيٽ تي فارم ڀريو ۽ سنڌ اسيمبليءَ جي ميمبر منتخب ٿي. ق ليگ جي

حڪومت ۾ 2004ع ڌاري ڪيس سنڌ جي تعليم کاتي جو وزير بڻايو ويو اهو قلمدان وٽس ٽي سال رهيو.

ڊاڪٽر حميده کهڙو ڪيترن ئي ادارن ۽ تنظيمن جي ميمبر/ سنڊيڪيٽ ميمبر ۽ عهديدار رهي آهي، آڊيو جنهن ۾ يونيورسٽيون، تحقيقي ۽ ادبي ادارا به شامل آهن. 1999ع کان 'ٽرسٽ فار والنٽيئر آرگنائيزيشن' (T.V.O) جي ميمبر ۽ پوءِ وائيس چيئرپرسن به رهي. هن ڪيترن ئي ملڪن جا دورا ڪيا آهن. سياسي سرگرمين کانسواءِ علم ادب ۽ لکڻ سان به چاهه رهيو اٿس. سندس ڪيترا سنڌي، انگريزي ۽ اردو ڪالم شايع ٿيا آهن. سندس ڪيترائي تحقيقي مضمون دنيا جي مشهور مخزنن ۽ اخبارن ۾ ڇپيا. سندس ڪتابن ۾:

1. Papers of the Second Congress of History and Culture, Sindh University Press, 1976,
2. The Making of Modern Sindh, British Policy and Social Change in the 19th Century, Indus Publications, Karachi, 1978
3. Women in Islam, Monograph prepared for Women's Division, Govt of Pakistan, 1983,
4. Sindh Through the Centuries, Edited: Oxford University Press, Karachi, 1981 and 1993.
5. Documents on the Seperation of Sindh from the Bombay Presidency: (2 Volumes), National Institute of Historical and Cultural Research, Islamabad, 1982.
6. Confrontation with the British, Chapter in Pakistan, London, 1976,
7. The Challenge of Modernization in the Muslim World, National Institute of Historical and Cultural Research, Islamabad, 1981.
8. Muhammad Ayoub Khuhro, A Life of Courage in Politics, Ferozsons Lahore, 1997

ڇپيل آهن، جڏهن ته هن هيٺيان ڪتاب ايڊٽ ڪيا آهن:

1. A Narrative of a Visit to the Court of Scinde, James Burnes, Edited, O.U.P. Karachi, 1974,
2. Memoirs of Naomull Hotchand, Edited O.U.P Karachi, 1982
3. Pakistan's Experiments in Democracy, Chapter in Reforms and Revolution in Asia, Goerge Allen and Unwin, London, 1972
4. Karachi, Mega city of Our Times (Editor), Oxford University Press Pakistan, Quaid-e- Azasm's Fourteen Points in view of the Nehru Report (Mss. With Quaid e Azam Academy, Karachi), 1976.

سندس شادي 1969ع ۾ ڊاڪٽر عبدالحليم قاضيءَ سان ٿي، جنهن مان ڪيس هڪ نياڻي 'نوحيٰ مارئي' جو اولاد آهي.

**حميره چنا**: مشهور گلوڪاره حميرا چنا 22 جون 1970ع تي حيدرآباد ۾ ڄائي. حميرا جي والده لکي ناز به پنهنجي دور جي معروف ڳائڻي ٿي گذري آهي. حميرا چنا راڳ جي بنيادي سکيا استاد بشير احمد خان ۽ موسيقار نثار بزميءَ کان ورتي. سندس شمار ملڪ جي مقبول فنڪارن ۾ ٿئي ٿو سندس سي ڊين جا ڪيترا البم ۽ وڏي تعداد ۾ آڊيو ڪيسٽون رليز ٿيل آهن. حميرا چنا کي قدرت پاران بهترين آواز جو تحفو مليل آهي، سندس آواز لتا ۽ رونا ليليٰ سان گهڻي قدر مشابهت رکي ٿو هن سنڌي، اردو، پنجابي ۽ سرائيڪي ٻولين ۾ هزارين گيت، غزل ڳايا آهن . هن سنڌي، اردو ۽ پنجابي فلمن لاءِ به گيت ڳايا آهن. ريڊيو ۽ ٽي. وي جي پروگرامن ۾ به ڪافي ڪلام ڳايا اٿائين، جيڪي بي حد مقبول ٿيا آهن. حميرا چنا کي پاڪستان فلم انڊسٽريءَ جي بهترين پلي بئڪ سنگر طور ڪيترا اوارڊ به مليا آهن. هيءَ سنڌ ٽي. وي توڙي ٻين سنڌي چئنلن تي ٿيندڙ موسيقيءَ جي مقابلن واري پروگرامن ۾ جج طور به شرڪت ڪندي رهي آهي.



**حميره علواڻي**: پيپلز پارٽيءَ جي نامور عورت اڳواڻ حميره علواڻي ڌيءَ حيدر علي خواجه 23 ڊسمبر 1974ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. سندس وڏا اصل ۾ تعلقي ميرپور ساڪري، ضلعي ٺٽي جا رهواسي آهن. هن سينٽ ميري ڪانوينٽ گرلس اسڪول حيدرآباد مان 1992ع ۾ مئٽرڪ ڪئي. ان بعد سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان 2000ع ۾ ايم. بي. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. سندس والد حيدر علي خواجه ابتدا کان وٺي پيپلز پارٽيءَ جو ڪارڪن آهي. هن شاگرديءَ واري عمر ۾ ئي پيپلز پارٽيءَ لاءِ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. سندس پارٽيءَ لاءِ سچائيءَ ۽ خدمتن کي ڏسندي، شهيد بينظير ڀٽو نه رڳو سندس همت افزائي ڪئي، پر ڪيس عورتن جي مخصوص سيٽ لاءِ منتخب ڪيو. هيءَ 2002ع وارين چونڊن ۾ ايم. پي. اي چونڊجي آئي. ان عرصي دوران هوءَ نه رڳو سنڌ اسيمبليءَ ۾ قانون، پارلياماني معاملن ۽ انساني حقن بابت اسٽئنڊنگ ڪميٽين جي ميمبر رهي آهي، پر هن سنڌ اسيمبليءَ ۾ عورتن ۽ ٻارن تي ٿيندڙ تشدد، تعليمي ادارن ۾ ڪاپي ڪلچر خلاف توڙي سماجي ۽ صحت جي مامرن بابت 2008ع کان وٺي ڪيترا خانگي بل پيش پڻ ڪيا آهن. ان کان سواءِ حميره علواڻي ڪچين آبادين ۽ ڳوٺاڻي ترقيءَ بابت اسيمبليءَ پاران مقرر ڪيل ڪيترين ڪميٽين جي ميمبر به رهي آهي. هن ڇئن پنجن سالن کان علواڻي ٽرسٽ جي پليٽفارم تان ڪيترائي فلاحي ڪم ڪيا آهن. خاص ڪري 2010ع جي ٻوڏ دوران ٺٽي ضلعي ۾ هن ٽرسٽ صحت جي حوالي سان جيڪا ڪارڪردگي ڏيکاري آهي، سا جس جوڳي آهي. هن وقت به حميره علواڻي مٿئين ٽرسٽ جي بطور گهوڙا ٻاري، ڪيٽي بندر، کاري ڇاڻ ۽ شاهبندر تعلقن واري ساحلي پٽي (Coastal area) ۾ 'ميٽرنل اينڊ چائلڊ هيلٿ پروگرام' هيٺ عورتن ۽ ٻارن لاءِ صحت جي ميدان ۾ خدمتون سرانجام ڏئي رهي آهي. حميره علواڻيءَ جو آغا خاني ڪميونٽيءَ سان واسطو آهي ۽ گارڊن ايسٽ ڪراچيءَ ۾ سندس رهائش آهي.



**حميره نور:** مشهور شاعره، ڪالم نويس ۽ سماجي ورڪر حميره نور جو پورو نالو حميره شمس شيخ آهي. سندس والد پروفيسر شمس شيخ ليکڪ ۽ ترقي پسند خيالن جو مالڪ هو. حميره 21 آڪٽوبر 1969ع تي پني عاقل ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم پنهنجي شهر مان حاصل ڪيائين، بعد ۾ سوشيالاجيءَ ۾ ماسٽرس ڪري، سماجي تنظيمن (NGOs) ۾ ڪم ڪرڻ لڳي. لکڻ جو آغاز 1991ع کان شاعريءَ جي صورت ۾ ڪيائين. هن وقت تائين 100 کان وڌيڪ ڪالم، ڪهاڻيون ۽ 300 کان مٿي نثري نظم لکي چڪي آهي، جيڪي سنڌ جي مختلف رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا ڪيس اي. پي. اين. ايس طرفان ٽي ڀيرا بهترين ڪالم نويس جا اوارڊ مليا آهن. حميره نور ترجمي نگار به آهي، سندس تخليقن جو محور عورتن جا حق، سندن جذبا ۽ سماجي نا انصافيءَ خلاف آواز اٿارڻ رهيو آهي. هن سماجي تنظيمن ۾ گهڻو وقت ٿرپارڪر واري خطي ۾ جاڳرتا لاءِ ڪم ڪندي گذاريو آهي. 1999ع ۾ سندس شادي سماجي اڳواڻ نور محمد بجير سان ٿي.



حميره نور جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'درد جي خوشبو' (شاعري) (2) 'زائفان ذات' (ڪالم: 2006ع)، ۽ (3) 'تون ۽ مان' (شاعري) شامل آهن. حميره نور هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهائش پذير آهي.

**حنا رباني کر:** پاڪستان جي پرڏيهي وزير. حنا رباني کر 19 جنوري 1977ع تي ملڪ غلام ربانيءَ جي گهر مظفرڳڙهه، پنجاب ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ بعد لاهور يونيورسٽي آف مئنيجمينٽ سائنسز ۾ معاشيات جي مضمون ۾ بي. ايس. سي جي ڊگري حاصل ڪيائين. وڌيڪ پڙهائيءَ لاءِ 2001ع ۾ پرڏيهه وئي، جتان هن مانچسٽر يونيورسٽيءَ مان بزنس ايڊمنسٽريشن ۾ ماسٽرس ڪئي. هيءَ سياست ۾ اچڻ کان پهرين هوٽل مئنيجمنٽ سان لاڳاپيل رهي، هن وقت به لاهور ۾ سندس ريسٽورينٽ آهي. 2002ع ۾ مسلم ليگ (ق) جي ٽڪيٽ تي چونڊجي قومي اسيمبليءَ جي ميمبر ٿي. 2003ع کان 2007ع تائين مملڪتي وزير رهي. 2008ع وارين چونڊن کان اڳ هيءَ پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿي، پنهنجي اباڻي تڪ مظفر ڳڙهه تان پ.پ.پ جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ لاءِ ٻيهر ميمبر چونڊجي آئي. ورلڊ اڪنامڪ فورم طرفان ڪيس عالمي سطح تي نوجوان عورت اڳواڻن جي فهرست ۾ شامل ڪيو ويو. ملڪ جي وزيراعظم سيد يوسف رضا گيلانيءَ جي معاشي معاملن بابت خاص صلاحڪار بڻي. پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ۾ 13 جون 2009ع تي حنا رباني کر ساليانو بجيٽ پيش ڪئي، ڪيس ملڪ جي قومي اسيمبليءَ ۾ بجيٽ تقرير ڪندڙ پهرين عورت جو اعزاز حاصل آهي. حنا ربانيءَ کي فيبروري 2011ع ۾ ڪجهه عرصو پاڪستان جي پرڏيهي مامرن بابت مملڪتي وزير طور ذميواري سونپي وئي، جڏهن ته کيس 18 جولاءِ 2011ع تي پرڏيهي معاملن



جي وفاقي وزارت جو قلمدان ڏنو ويو. هن مسلم دنيا جي پهرين خاتون پرڏيهي وزير جو اعزاز حاصل ڪيو.

**حنا ۽ عمران:** هيءُ قرآن پاڪ ۾ بيان ڪيل هڪ قصو آهي، جنهن ۾ بيبي مريم ؑ جي والدين حنا ۽ عمران جو تذڪرو ٿيل آهي. قرآن پاڪ ۾ اچي ٿو ته حنا ۽ عمران، بني اسرائيل جا رهاڪو هئا. عمران هڪڙو عابد ۽ زاهد شخص هو ۽ سندس زهد، تقويٰ ۽ عبادت جي ڪري نماز جي امامت به سندس حوالي هئي ۽ سندس گهرواري حنا به نيڪوڪار هئي ۽ پنهنجي نيڪيءَ جي ڪري اهي ٻئي بني اسرائيل ۾ تمام گهڻا مقبول هئا. محمد بن اسحاق 'مغازي' جي ليکڪ عمران جو حسب نامو هن ريت بيان ڪيو آهي. عمران بن ياشم بن ميشا بن جزقيا بن ابراهيم بن عزريا بن ناوش بن اجربن يهو بن نازم بن مقاسط بن ايشا بن اياز بن رحيم (رخيعان) بن سليمان بن دائود ع. عمران حضرت سليمان ؑ جي اولاد مان هو ۽ حنا فاقوذ بن قبيل به دائود جي نسل مان هئي. عمران کي اولاد ڪونه هو. سندس زال حنا خواهشمند هئي ته ڪيس اولاد ٿئي. هو انهيءَ لاءِ الله تعاليٰ جي دربار ۾ دعا گهرندي هئي ۽ دعا جي قبوليت لاءِ هر وقت انتظار ڪندر رهندي هئي. هڪ دفعي حنا پنهنجي گهر جي اڱڻ ۾ گهمي رهي هئي ته ڏٺائين ته هڪڙو پکي پنهنجي ٻچي سان ڪيڏي رهيو هو. حنا الله جي دربار ۾ دعا لاءِ هٿ کنيا ۽ عرض ڪيو، 'اي پروردگار! اهڙيءَ طرح مون کي به اولاد عطا فرماءِ ته جيئن اهو اسان جي اکين جو نور ۽ دل جو سرور بڻجي' دل مان نڪتل دعا قبوليت حاصل ڪئي ۽ حنا ڪجهه ڏينهن کانپوءِ محسوس ڪيو ته هوءَ حمل سان آهي. حنا انهي احساس مان ايتري ته خوش ٿي، جو هن نيت ڪئي ته جيڪو ٻار ڄمندو ان کي مسجد اقصيٰ جي خدمت لاءِ وقف ڪري ڇڏيندي.

قرآن مجيد انهيءَ واقعي کي هن ريت بيان ڪيو آهي. 'بيشڪ الله آدم ؑ، نوح ؑ ۽ ابراهيم ؑ جي اولاد ۽ عمران جي اولاد کي جهان وارن لاءِ پسند ڪيو. هڪڙا انهن مان ٻين جو اولاد آهن ۽ الله ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهي. جڏهن عمران جي زال چيو ته، 'اي منهنجا پالڻهار جيڪي منهنجي پيٽ ۾ آهي سو تنهنجي راهه ۾ آزاد آهي پوءِ مون کان قبول ڪر، بيشڪ تون ئي ٻڌندڙ ڄاڻندڙ آهين'. پوءِ جڏهن اها ڄڻي جائي، تڏهن چيائين ته: اي منهنجا پالڻهار مون اها ڌيءَ ڄڻي آهي ۽ جيڪي هن ڄڻيو، تنهن کي الله گهڻو ڄاڻندڙ آهي ۽ پٽ ڌيءَ جهڙو نه آهي ۽ بيشڪ مون ان جو نالو 'مريم' رکيو آهي ۽ بيشڪ آءٌ ان کي ۽ ان جي اولاد کي تڙيل شيطان کان تنهنجي پناهه ۾ ڏيان ٿي. ان کان پوءِ حنا رضہ بيبي مريم کي پالڻ لاءِ حضرت زڪريا ؑ جي سپرد ڪيو *(حوالو: سورت آل عمران 33-37 ڪتاب: قصص القرآن).*

**حَنبلي:** اسلام ۾ اهل سنت سان واسطو رکندڙ فقهي گروهه، جنهن جو باني امام احمد بن حنبل رح (جنم: 124هه/ 780ع، وفات: 241هه/ 951ع) آهي. امام احمد بن حنبل جي لکڻين جو بنياد گهڻو ڪري قرآن پاڪ ۽ حديثن تي آهي. هيءُ حديث ۽ سنت جو پيروڪار هو اسلام جي وچئين دور ۾ هن فرقي جي پوئلڳن جو تعداد ڪافي گهڻو هو ۽ شام توڙي فلسطين جي علائقن ۾ سندس ڪافي زور هو ابن تيميه به هن فقيهه سان عقيدت رکندو هو ترڪيءَ ۾ خلافتِ عثمانيه کان پهرين ٻين فقهن جي پوئلڳن سان گڏ حنبلي فقه مان به قاضي مقرر ڪيا ويندا هئا. خلافت عثمانيه کان پوءِ ترڪيءَ ۾ هن فقه مان قاضي مقرر ڪرڻ جو سلسلو ختم ٿيو.

**حنس** (Cuscus grass) : هيءَ هڪ قسم جو گاهه آهي، جنهن کي سنڌيءَ ۾ وارون، سنسڪرت ۾ اپايا، هنديءَ ۾ بالا، گجراتيءَ ۾ والو ۽ بنگاليءَ ۾ فارسي ٻوليءَ ۾ حنس چيو ويجي ٿو. هن گاهه جي پاڙ خوشبودار ٿيندي آهي. هن گاهه جون ڍگهيون پاڙون وارن وانگر سنهيون ٿينديون آهن. هيءَ گاهه نندي ڪنڌ سميت ويسٽ انڊيز ۽ برازيل ۾ به ٿئي ٿو. هيءَ گاهه خاص طور ملتان ۾ عام جام ٿئي ٿو. حڪيمن موجب هن گاهه جي پاڙ سرد مقوي معده ترياق، حبس ۽ بدن جي سڙڻ لاءِ مفيد آهي. جڏهن ته صفراوي بخار، مٿي جي سور ۽ رت جي بيمارين لاءِ به فائديمند آهي.

**حنيف رامي**: پاڪستان جي مشهور سياسي اڳواڻ، صحافي ۽ پاڪستان مساوات پارٽيءَ جي باني حنيف رامي، 15 مارچ 1930ع تي نانڪاڻا صاحب، ضلعي شيخوپوره، پنجاب ۾ جنم ورتو. 1952ع ۾ پنجاب يونيورسٽيءَ مان اقتصاديات ۾ ايم. اي ڪيائين. ڪجهه عرصو لارنس ڪاليج گهوڙا گليءَ ۾ استاد رهيو. 1965ع ۾ مرڪزي اردو بورڊ سان لاڳاپجي ويو جتان هن استعيفا ڏئي ڇڏي. هن 'نصرت' نالي هڪ رسالو جاري ڪيو. جنهن تي پابندي لڳي. ان ڪانپوءِ هن عملي سياست ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو. هن پيپلز پارٽيءَ ۾ شموليت ڪري ان جي تنظيم ڪاريءَ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. 1970ع ۾ هن "مساوات" اخبار جاري ڪئي. فيبروري 1972ع کان 11 مارچ 1974ع تائين پنجاب جو خزاني جو صوبائي وزير ۽ پوءِ 11 جولاءِ 1975ع تائين پنجاب جو وڏو وزير رهيو. ان ئي سال پاڪستان پيپلز پارٽيءَ کان ڌار ٿي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو. هيءَ آگسٽ 1975ع کان جولاءِ 1977ع تائين سينيٽر رهيو. ان دوران هي جيل به ويو. آگسٽ 1978ع ۾ هن پاڪستان مساوات پارٽيءَ جو بنياد رکيو. هن 'باز آئو'، 'زنده رهو'، 'پنجاب ڪا مقدمہ' ۽ 'دُب اڪبر' ڪتاب لکيا.



**حنيف ساگر ٻرڙي**: ناليوارو قومپرست ۽ اڳوڻو شاگرد اڳواڻ ساگر حنيف ٻرڙي، پهرين مئي 1969ع تي پڊعيدن ضلعي نوشهري فيروز ۾ ڄائو. هن پرائمري تعليم پڊعيدن، انٽر سائنس سچل سرمست ڪاليج نوابشاهه مان، بي. اي ۽ ايم. اي سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ڪيائين. 1986ع ۾ حافظ محمد سومري کان متاثر ٿي سنڌ ساگر اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شامل ٿيو. 1990ع ۾ سنڌ ساگر اسٽوڊنٽس فيڊريشن سنڌ جو جنرل سيڪريٽري چونڊيو ويو. 1995ع ۾ جيئي سنڌ اسٽوڊنٽس فيڊريشن ۾ شامل ٿيو. ڪيس سنڌ يونيورسٽي يونٽ جو آرگنائيزر مقرر ڪيو ويو. بعد ۾ جساف جي مرڪزي اليڪشن ڪميٽيءَ جو ميمبر به رهيو. تعليم پوري ڪري جيئي سنڌ قومي محاذ سان سلهاڙجي ويو. ساگر حنيف ٻرڙي، سائين جي. ايم. سيد جي نظريي سان وابسته آهي ۽ سنڌس شمار بهترين مقرر، ڪمپيئر ۽ ڪالم نگار طور ٿئي ٿو. 2002ع دوران مرڪزي اليڪشن ۾ جسقم جو مرڪزي پريس سيڪريٽري چونڊيو ويو. هيءَ هڪ



پيرو جسقم جو قائم مقام مرڪزي جنرل سيڪريٽري به رهي چڪو آهي. 2005ع ۾ جسقم پاران ڪالاباغ ڊيم خلاف ڪيل 'مرڻ گهڙيءَ تائين' واري بک هڙتال ۾ ڪئمپ اڳواڻ طور مسلسل 31 ڏينهن فاقاڪشيءَ جي حالت ۾ رهيو. ساگر حنيف ٻرڙي جيئي سنڌ هلچل سان واڳيل هئڻ سبب جوانيءَ جا ڪيترا ڏهاڙا جيل ۾ گهاريا آهن. هن وقت جسقم جو مرڪزي پريس ترجمان آهي. ادب، سماجيات، سياست جي موضوع تي سندس ڪالم سنڌ جي اڪثر اخبارن ۾ ڇپجندا رهن ٿا.

**حنيف صديقي**: سنڌي ٻوليءَ جي مشهور اديب محمد حنيف صديقيءَ، 1905ع ڌاري شڪارپور ۾ جنم ورتو. 1915ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪيائين. 1920ع ۾ 'پفل اڪيڊمي شڪارپور' مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪري ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مان بي. اي ۽ ممبئي يونيورسٽيءَ مان ايل. ايل. بي ڪري 1928ع کان لاڙڪاڻي ۾ وڪالت ڪرڻ لڳو. 1950ع ۾ ميرپورخاص ۾ سيشن جج مقرر ٿيو ۽ بعد ۾ شڪارپور ۾ ايڊيشنل سيشن جج ٿي رهيو. محمد حنيف سنڌ حڪومت جي ڊپارٽمينٽ جو سيڪريٽري ۽ سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جو سيڪريٽري به رهيو. 1959ع ۾ رٽائر ٿيو. شڪارپور ۾ ٿيل 1933ع واري 'سنڌي ساهت سميلن' ۾ بولچند راجپال جو سنو سهڪاري رهيو ۽ انهيءَ موقعي تي آريه سيتا جي اهليت جي عنوان هيٺ بهترين مضمون پڙهيائين. محمد حنيف تاريخ تي ڪيترا اهم مقالا لکيا. محمد حنيف صديقيءَ جي مشوري تي سنڌ يونيورسٽيءَ 1962ع ۾ 'سنڌي اڪيڊمي' نالي ادارو قائم ڪيو. جيڪو اڳتي هلي 1965ع ۾ 'انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي' ۾ تبديل ٿيو. هيءَ ان وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڊيڪيٽ جو ميمبر هو. سنڌس ٺهراءَ تي 26 ڊسمبر 1962ع تي ان وقت جي وائيس چانسلر ڊاڪٽر رضي الدين صديقي نه فقط اها گهر قبول ڪئي، پر محمد حنيف کي سنڌي اڪيڊميءَ جو اعزازي ڊائريڪٽر به مقرر ڪيو. انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي لائبريري جيڪا هن وقت هڪ بهترين تحقيقي لائبريري ليکي وڃي ٿي، سا سنڌس رهنمائيءَ هيٺ جُڙي. هن انگريزيءَ مان سنڌي ٻوليءَ ۾ هيٺيان ڪتاب ترجمو ڪيا:



(1) 'سنڌ جي دربار'، جيمس برنس جي ڪتاب "A Narrative of a Visit to the Court of Sindh" جو ترجمو (سنڌي ادبي بورڊ: 1964ع).

(2) رچرڊ برٽن جي انگريزي ڪتاب "A Sketch of History of Cutch" جو سنڌي ترجمو.

(3) رچرڊ برٽن جي ڪتاب "Sindh and the Races that in Inhabit the valley of the Indus" جو ترجمو: 'سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون' (سنڌي ادبي بورڊ: 1971ع).

(4) هينري پاٽنجر جي ڪتاب "Traveles in Balochistan and Sindh" جو سنڌي ترجمو: "سنڌ ۽ بلوچستان جو سير ۽ سفر" (سنڌي ادبي بورڊ: 1976ع).

(5) سيٺ نائون مل جي ڪتاب: "Memories of Seth Nau mal" جو سنڌي ترجمو: 'يادگيريون'، (سنڌي ادبي بورڊ، 1968ع).

محمد حنيف صديقي، 26 فيبروري 1967ع تي وفات ڪئي.

**حنيف محمد:** ڪرڪيٽ جو ناليوارو رانديگر حنيف محمد 21 ڊسمبر 1934ع تي جهونا ڳڙهه ۾ پيدا ٿيو. هيءُ ساڄي هٿ سان بيٽنگ ڪندو هو. اسڪول ۾ غير معمولي ڪارڪردگيءَ سبب هن کي 1952ع ۾ ايم. سي. سي جي غير سرڪاريءَ دوري جي موقعي تي پاڪستاني ٽيم سان کيڏايو ويو. 1952ع ۾ سترهن سالن جي عمر ۾ پاڪستان جي ٽيم سان گڏ ڀارت جو سرڪاري دورو ڪيائين. امرتسر جي مئچ دوران ٻنهي اننگز ۾ سينچريون ٺاهيائين. هن پنهنجي



ڪيريئر ۾ 239 ميچون، 371 اننگز کيڏيون ۽ 44 دفعا ناٽ آئوٽ رهيو. هن جو وڌ ۾ وڌ اسڪور 499 رنسون ٺهيون. 56 سينچريون، 68 ففٽيون ٺاهيون، 179 ڪيچ پڪڙيا، 12 رانديگرن کي اسٽمپ ڪيو. بالر جي حيثيت ۾ 1515 رنسون ڏئي 53 وڪيٽون حاصل ڪيون. جڏهن ته هڪ اوور ۾ ڇهن رنسن جي عيوض 5 وڪيٽون حاصل ڪيائين. ڊگهي اننگز کيڏڻ جو عالمي رڪارڊ به وٽس آهي. هن ويسٽ انڊيز جي خلاف 970 منٽن ۾ (16 ڪلاڪ 10 منٽ) کيڏي 337 رنسون ٺاهيون. انگلينڊ جي والٽر هيمنڊ جو 336 رنز جو رڪارڊ به ٽوڙيو. هن 1959ع ۾ قائداعظم ڪرڪيٽ ٽرافي ۾ ڪراچيءَ طرفان کيڏندي، بهاولپور جي خلاف سيمي فائنل ۾ تاريخي 499 رنسون ٺاهيون. هن آسٽريليا جي ڊان بريڊمين جو رڪارڊ به ٽوڙيو. 1964ع کان 1965ع تائين ٽيم جو ڪپتان رهيو. ڪپتان جي حيثيت ۾ هن يارهن ٽيسٽ ميچون کيڏيون، جن مان ٻه کٽيائين ٻه هارايائين ۽ باقي ست ميچون برابر رهيون. هن جي ننڍن ڀائرن ۾ صادق محمد، مشتاق محمد به ڪرڪيٽ ۾ چڱو نالو ڪمايو ۽ سندس پٽ مدثر نذر به پاڪستان ڪرڪيٽ ٽيم جو رانديگر رهي چڪو آهي.

**حوا:** حضرت آدم عليہ السلام جي گهرواري، جيڪا بهشت ۾ حضرت آدم عليہ السلام جي پاسراٽيءَ مان پيدا ڪئي وئي. عالمن جو خيال آهي ته الله تعاليٰ حوا کي پيدا ڪرڻ جو هي طريقو انهي ڪري اختيار ڪيو ته جيئن دنيا ۾ ازدواجي زندگيءَ ۾ خوشگواري ۽ هم آهنگي پيدا ٿئي، سندس نالو حوا انهي ڪري رکيو ويو جو کين هڪ زنده هستيءَ مان پيدا ڪيو ويو هو. ابن عباس جو خيال آهي ته ان کي حوا انهيءَ ڪري چيو ويو جو هوءَ هر بشر جي ماءُ آهي. قرآن پاڪ ۾ سندن قصي متعلق اچي ٿو ته: الله تعاليٰ حضرت آدم ۽ بيبي حوا کي جنت ۾ رهڻ جو حڪم ڏنو پر کين هڪ وڻ جي ويجهو وڃڻ کان منع ڪئي وئي. شيطان کين برغلائي 'شجرِ ممنوع' جو ميوو کائڻ تي آماده ڪيو. هنن ميوو کاڌو ۽ کين پنهنجي اوگهڙ جو احساس ٿيڻ لڳو. تڏهن هو جنت جي وڻن جي پنن سان پنهنجو جسم ڍڪڻ لڳا. ان کان پوءِ الله تعاليٰ آدم عليہ السلام ۽ بيبي حوا عليها السلام کي زمين تي موڪلي ڇڏيو. ابن سعد جي روايت موجب: حضرت آدمؑ هندستان (ان وقت هنڌ ۽ سنڌ هڪ ئي ملڪ هندستان سڏبا هئا) جي سرزمين تي لٿو ۽ بيبي حوا جدي ۾ لٿي. ٻنهي جي ملاقات مزدلفه ۾ ٿي. بيبي حوا حضرت آدم عليہ السّلام جي فوت ٿيڻ بعد ٻه سئو سالن کان پوءِ وفات ڪري وئي ۽ حضرت آدم عليہ السّلام جي پير ۾ دفن ٿي. دنيا جا انسان سندن اولاد آهن. *(حوالو: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا ص 883).*

**حواري** (حضرت عيسيٰؑ جا ساٿي): حضرت عيسيٰ عليہ السّلام دشمنن جي مخالفتن باوجود حق جي فرض ۾ مصروف رهندو هو. ڏينهن رات بني اسرائيلن جي ڳوٺن ۽ آبادين ۾ حق جو پيغام پهچائيندو ۽ روشن دليلن ۽ معجزن ذريعي ماڻهن کي حق ۽ سچ کي قبول ڪرڻ لاءِ آماده ڪندو هو ۽ الله جي حڪم سان سرڪش ۽ باغين جي انهيءَ ٽولي مان اهڙا چڱا روح به نڪري ايندا هئا، جيڪي حضرت عيسيٰؑ جي دعوت تي لبيڪ چئي، سچائيءَ سان حق جي دين کي قبول ڪندا هئا. انهن ئي پاڪ بندن ۾ اهي مقدس هستيون به هيون، جن حضرت عيسيٰؑ جي صحبت جو شرف حاصل ڪري نه فقط ايمان آندو، بلڪ حق جي دين جي ڪاميابي ۽ سربلنديءَ لاءِ جان ۽ مال کي ترڪيءَ تي رکي دين جي خدمت لاءِ پاڻ وقف ڪري ڇڏيائون ۽ گهڻو ڪري حضرت عيسيٰؑ سان رهي تبليغ ۽ دعوت جو فرض پورو ڪندا رهيا. انهيءَ ئي خاصيت جي ڪري کين 'حواري' (ساٿي) سڏيو ويندو هو. سخت ۽ نازڪ حالتن ۾ به انهن حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو ساٿ ڪونه ڇڏيو ۽ هر طرح سندس معاون ۽ مددگار ثابت ٿيا.

قرآن مجيد ۾ انهن جو ذڪر هن طرح ٿيل آهي:

"۽ جنهن وقت مون حوارين جي دل ۾ وڌو ته مون تي ۽ منهنجي رسول تي ايمان آڻيو. انهن چيو ته اسان ايمان آندو ۽ تون شاهد ٿيءُ ته اسان فرمانبردار آهيون". (سورة المائده: 111).

سورة الڪهف: 12) ۾ آهي ته:

"اي ايمان وارؤ الله (جي دين) جا مددگار ٿيو. جيئن مريم جي پٽ عيسيٰ پنهنجي ساٿين کي چيو ته الله جي رستي ۾ منهنجا مددگار ڪير آهن؟ ته ساٿين چيو ته اسان الله (جي دين) جا مددگار آهيون پوءِ بني اسرائيلين مان هڪ جماعت ايمان آندو ۽ هڪ جماعت ڪافر ٿي، پوءِ اسان ايمان وارن کي سندن دشمنن تي طاقت ڏني، پوءِ اهي غالب ٿيا."

**حواس** (Sense): شين جي وجود، خاصيتن جي ادراڪ ۽ شعور جي سگهه کي حس/ حواس چئجي ٿو. ٻين لفظن ۾ ائين چئجي ته حواس انهن طاقتن کي چئجي ٿو جيڪي دنيا جي ٻاهرين سببن جي پيٽ ۾ دماغ کي هر شيءِ کان آگاهه ڪن ٿيون. انهن حواسن ڪانسواءِ انسان بيحس آهي. حواسن ذريعي ماڻهو پنهنجي آسپاس جي ماحول جي ڄاڻ دماغي ڏورين ذريعي حاصل ڪري عمل ڪرڻ جا حڪم حاصل ڪري ٿو. سائنسي لحاظ کان ڪل ڏهه حواس آهن، جن تي ماڻهوءَ جي سوچن، عملن ۽ خيالن جو مدار آهي، انهن ڏهن حواسن مان پنج ظاهري حواس ۽ پنج باطني حواس آهن. ڏسڻ، ٻڌڻ، سنگهڻ، چکڻ ۽ ڇهڻ جي حس کي ظاهري حواس چيو ويندو آهي. گڏيل خيالن، وهم، حافظو خوف ۽ خوشي، باطني حواسن ۾ شامل ٿين ٿا. جڏهن ته ٽڏي ڪوسي ۽ سور محسوس ڪرڻ جا نفيس حواس به شخصي حواس مڃيا وڃن ٿا. ماڻهوءَ جي جسماني ساخت يعني مشڪن ۽ سنڌن ۾ اهڙا حواس موجود آهن، جيڪي بت جي چرپر بابت مغز کي حالتن مطابق، اطلاع ڏيندا رهندا آهن. ٻڌڻ، سُنگهڻ، چکڻ ۽ ڇهڻ جهڙن ظاهري حواسن جو تجربو اک، ڪن، نڪ، زبان ۽ چمڙيءَ جي ذريعي ٿيندو آهي. جسم جي عضون ۽ دماغ جو پاڻ ۾ گهاٽو تعلق آهي. انهن جو پاڻ ۾ لاڳاپو ختم ٿي وڃي ته ڪا به حس پيدا ٿي نه سگهندي. سائنس موجب حِس ڪانسواءِ ڪنهن به شخص ۾ شعور جو سرجڻ ناممڪن آهي.

ڪائنات ۾ مختلف فطري منظر، رنگ، ذائقا، جسماني چرپر، انساني عمل، رويا وغيره حواسن جي وسعت کي جنم ڏين ٿا. ناميارو نفسيات دان پلسبري جي چوڻ مطابق عضون جي حواس جي ڪري، اسين حرڪت (Motion)، توانائي (Energy) ۽ مادي جي وزن (Mass) جهڙن بنيادي طبعي خاصيتن کان آگاهه ٿيون ٿا. ظاهري حواسن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

**(1) ڏسڻ جو حواس:** ڏسڻ جي حواس جو تعلق اک سان آهي. اک جي تنتي پردي تي ابتي عڪس پوڻ سان ماڻهو پنهنجي سامهون پيل شين جي تصوير ڏسي سگهي ٿو. اک ۾ موجود هڪ خاص قسم جي بلور ذريعي ڪائنات جي مختلف شين کي ڏسي ۽ پرک ڪرڻ سان انهن جي حقيقي تصوير ڪشي ڪري سگهبي آهي. ڏسڻ جي حواس کي ماڻهوءَ لاءِ خاص طور ۽ هر جاندار لاءِ عام طور بنيادي حيثيت حاصل آهي. ڏسڻ جي حواس سان زندگي جون سڀئي خوبصورتيون واڳيل آهن. ماڻهوءَ جي اک ۾ 390 کان 760 ايڪن واريون لهرون رنگن جا احساس پيدا ڪنديون آهن. جن ذريعي هر قسم جا رنگ ڏسي دماغي ڏوريون انهن جا عڪس ٺاهين ٿيون. اک کي، ڪهي، سڄي پاسي چرپر ڪرائڻ لاءِ خاص قسم جون مشڪون لڳل هونديون آهن. جيڪي مليل معلومات، تصوير کي دماغي ڏورين ذريعي ٻين حواسن پيدا ڪرڻ لاءِ اهم محرڪ جو ڪم ڏينديون آهن. نفسياتي ماهرن جي نظر ۾ اک فقط ڏسڻ واري حس کان علاوه اندر جا حال احوال ڏيڻ ۽ وٺڻ جو پڻ ذريعو آهي. جنهن ذريعي مخصوص انداز مطابق ڏسڻ، گهورڻ، دهشت، تعجب، نراسائي، نماڻائي، مسرت، مڪاري، عياري، ڏوهه، ثواب وغيره جهڙيون ڪيفيتون سمجهي سگهبيون آهن.

**(2) ٻڌڻ جو حواس:** ٻڌڻ جي حواس جو عضوو ڪن آهي، جيڪو هر طرح جا آواز خاص قسم جي لهرن ذريعي جهٽي دماغ تائين رسائيندو آهي. ڪن ڪنهن به ڊگهي يا ڇوٽي آواز کي بي سرو يا وزن کان ٻاهر جاڻائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندو آهي. سائنسي علم مطابق آواز جي ايڪي کي تنوار چيو ويندو آهي ۽ هر انسان ۾ هڪ سيڪنڊ اندر 20 تنوارون ٻڌي سگهڻ جي سگهه موجود هوندي آهي. ٻڌڻ جي حواس کي ڪنهن به جاندار جي حياتيءَ ۾ بنياد حيثيت حاصل هجي ٿي، جنهن سان آسپاس جي ماحول کي سمجهڻ ۾ مدد ملندي آهي. آوازي لهرون 700 ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان سفر ڪنديون آهن. آواز انساني اظهار جو اهڙو ذريعو آهي، جنهن سان هو پنهنجي هم نفسن سان رابطي ۾ رهي ٿو. انسان کان علاوه ڪائنات ۾ موجود ٻين ڪيترن ئي جيوتن جي عمل جو دارومدار ٻڌڻ رتي انحصار رکندو آهي. ڪائناتي سرشتي ۾ آواز ئي آهي جنهن ذريعي ٻولين جو وجود پيو. لکت جا نمونا نهيا، انساني گروهن گڏيل سماج جي صورت اختيار ڪئي ۽ جديد کان جديد تر ڏانهن سفر جاري رکيو. ننڍي عمر جي ٻار ۾ ٻڌڻ جي سگهه وڏن کان وڌيڪ ٿيندي آهي. فطري اصول موجب ٻڌڻ جي سگهه عمر جي وڌندڙ نسبت سان گهٽبي ويندي آهي. سائنسي تحقيق موجب انسانن ۾ 25 سالن جي عمر کان پوءِ ٻڌڻ جي حِس ۾ جيئن پوءِ تيئن گهٽتائي ايندي ويندي آهي.

**(3) سنگهڻ جو حواس:** ڪنهن به قسم جي خوشبو توڙي بدبوءِ کي محسوس ڪرڻ واري حس کي سنگهڻ جو حواس چئبو آهي. هيءَ حِس مٿين ٻنهي حِسن جي پيٽ ۾ يادگيريءَ جي لحاظ کان وڌيڪ پختي هوندي آهي. اڪثر شيون ڏسڻ ۽ ٻڌڻ بجاءِ سنگهڻ واري حِس سان به پرکي سگهبيون آهن. سنگهڻ جي حِس جو اهم عضوو نڪ آهي، جيڪو حافظي جي حِس کي اهڙو نه پختو رکندو آهي، جو ڪڏهن به اهو احساس ميسارجي نه ٿو. پکين ۾ سنگهڻ جي حِس نه هئڻ جي برابر ٿئي ٿي، جڏهن ته چوپايا جانور: 'ڪتو، ڪوئو، گڏهه، جيتن ۾: ڪِولي، ماڪوڙي وغيره ۾ لذت ۽ ڪرپ متعلق سنگهڻ جي حِس تي وڌيڪ دارومدار رکندا آهن. بشريات جي ماهرن موجب آڳاٽي زماني ۾ ماڻهو جڏهن هٿن ۽ پيرن تي هلندو هو تڏهن شين کي پرکڻ جو گهڻو دارومدار نڪ تي رکندو هو. جسماني ساخت جي ارتقا عيوض جڏهن هُن پيرن تي بيهڻ سکي ورتو، تڏهن سنگهڻ بجاءِ اک تي وڌيڪ ياڙڻ لڳو. نڪ مان ساهه کڻڻ سبب ماڻهو سنگهڻ ذريعي آبهوائي تبديلين وغيره کي به محسوس ڪري سگهي ٿو. سنگهڻ ذريعي ئي سرهاڻ ۽ فرحت ڏيندڙ شين جي نشاندهي ٿيندي آهي.

**(4) چکڻ جو حواس:** چکڻ جي حواس کي سواد جي حِس به چئي سگهجي ٿو. هن حِس کي پرکڻ جو خاص عضوو زبان آهي، جنهن سان ڪڙي، مٺي، کٽي، ڦڪي، لذيذ، بي لذت، ٿڌي، ڪوسي جي پرک ڪئي وڃي ٿي. چکڻ جو احساس وات ۾ ڪلين، مهارن، ڪاڪڙي، موردن وغيره تائين پکڙيل هوندو آهي، جتي ڪنهن به شيءِ جي لڳڻ سان ان جي ذائقي جي خبر پوندي آهي. حياتياتي ماهرن مطابق مڇيءَ ۾ به چکڻ جو حواس هوندو آهي.

**(5) ڇهڻ جو حواس:** ڇهڻ جو حواس چمڙيءَ سان واسطو رکي ٿي. ڪنهن شيءِ جي ساخت، کهري، لسي، نرم، سخت، ٿڌي، ڪوسي، تيز، ڪمزوري، وغيره کي ڇهڻ سان معلوم ڪري سگهبو آهي. ديني توڙي سماجي اصطلاح ۾ هٿ قادر جي سگهه ۽ انصاف جو مظهر آهي، ڇهڻ جي حس جو ڪنهن به ڪم، تخليق لاءِ هٿ جون آڱريون اهم ترين عضوو آهن. چمڙيءَ کي به شعور آهي. بُت جي اُٿڻ ويهڻ يا ڪنهن به قسم جي چُرپر دوران گوشت ۽ هڏن جي سنڌن مان مغز کي ڇُهڻ جي احساس ۽ بدن جي صورت ۽ بيهڪ جي خبر ملي ٿي، جنهن ذريعي ماڻهوءَ جي جسم ۾ بي ساخته 'تحفظ ڪرڻ واري حِس' ڪم ڪري ٿي، جيئن ته ننڊ ۾ هوندي خطري جو احساس. مڇر جي چڪ سبب کنهڻ وغيره، هن قسم جي حِس سان وابسته چيا وڃن ٿا. ڇهڻ جو احساس پاڻيءَ وارن جاندارن خاص طور مڇيءَ ۾ به ٿئي ٿو.

**حوالو** (Reference): حوالي جي معنيٰ آهي 'نسبت'، 'تعلق' يا 'واسطو' ۽ 'لاڳاپي جي شاهدي' وغيره. ڪا به نئين تحقيق، اڳ ٿيل تحقيقن جي مدد سان پيش ڪئي ويندي آهي، تنهن ڪري پنهنجي ڳالهه جي پنيرائي ۽ شاهدي حاصل ڪرڻ ڪانسواءِ ڪنهن سان اختلاف راءِ ظاهر ڪرڻ ۽ ڪنهن جي تحقيق ۾ اصلاح يا واڌاري خاطر، تحقيقي مقالي ۾ ٻين محققن جي تحقيق جا حوالا (Reference) پڻ ڏجاڻايا ويندا آهن. تحقيقي مقالي ۾ ڌاريو مواد حوالي طور ڏيڻ ڪانپوءِ تحقيق جي اصول مطابق محقق تي اهو لازم هوندو آهي ته هو ڪوٽيشن بابت مڪمل معلومات پيش ڪري ته هن اهو حوالو ڪهڙي ذريعي تان حاصل ڪيو. حوالو ڪنهن محقق جي لفظن کي جيئن جو تيئن پيش ڪيل مواد کي چئبو آهي ۽ ان کي ڪامائن جي نشانين (Quotation marks/Inverted Commas) سان ظاهر ڪيو ويندو آهي. جيڪڏهن مواد پنهنجن لفظن ۾ لکبو ته اهي نشانيون نه لڳائبيون آهن ۽ ان کي ڪوٽيشن نه چئبو. اهڙي مواد ۾ ڪوٽيشن

بابت مڪمل معلومات کي خاص ترتيب سان پيش ڪيو ويندو آهي، جنهن کي حوالو (Reference) چيو ويندو آهي ۽ حوالي کي مناسب جاءِ تي رکڻ/ ڏيڻ کي انگريزيءَ ۾ Citation چئبو آهي.

تحقيقي حوالي ۾ حوالا ٽن هنڌن تي لکي سگهجن ٿا: (1) هر صفحي جي هيٺ حاشيي يا فُٽ نوٽ ۾، (2) مقالي جي آخر ۾، (3) جديد ترين طريقو اهو آهي ته جملي جي آخر ۾ ڏنگين سان حوالو ڏنو ويندو آهي. جڏهن مقالا/ ڪتاب ٽائيپ رائيٽرز تي ڇپجندا هئا ته پهرئين طريقي کي عام طور استعمال ڪيو ويندو هو. ڪمپيوٽر تي ڪمپوزنگ شروع ٿيڻ ڪانپوءِ ٻئي طريقي کي وڌيڪ هٿي ملي ۽ هاڻي حوالا گهڻو ڪري مقالي جي آخر ۾ ئي ڏنا ويندا آهن ۽ مقالي ۾ جتي ڪوٽيشن ڏنل هوندو آهي، اتي ترتيب سان نمبر لڳايا ويندا آهن. ڪي محقق نئين ۽ جديد طريقي موجب هر ڪوٽيشن جي پڇاڙيءَ تي نمبر لڳائڻ بجاءِ ليکڪ جو نالو يا ڪتاب جو عنوان ۽ اشاعت جو سن ۽ صفحو نمبر وغيره اشاري طور لکندا آهن ۽ انهن جي مڪمل معلومات وري مقالي جي آخر ۾ ڪتابيات يا ببليوگرافيءَ ۾ لکندا آهن.

تحقيقي ماهرن جي هڪ راءِ آهي ته ڪوٽيشن جي پڇاڙيءَ ۾ ترتيب سان نمبر ڏئي، آخر ۾ حوالن جي مڪمل معلومات ڏيڻ وارو طريقو اختيار ڪرڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته اهو طريقو سادو ۽ آسان آهي، جڏهن ته مغرب ۾ هاڻ ٽيون طريقو وڌيڪ رائج آهي.

**حوالي ڏيڻ جا طريقا:** علمي تحقيق جو دائرو جيترو وسيع آهي، اوترو ئي ورهايل به آهي. اها ورهاست علم جي مختلف شعبن ۾ ٿيندڙ تحقيق جي نمونن ۽ ضرورتن جي بنياد تي ڪئي ويندي آهي. ٿوري گهڻي فرق سان مختلف شعبن ۾ ٿيندڙ تحقيق جون فني ۽ فڪري گهرجون هڪٻئي کان مختلف ٿين ٿيون. مختلف شعبن ۾ حوالا ڏيڻ جا هونئن ته ڪيترائي طريقا آهن، پر عام طور سڄي دنيا ۾ حوالن ڏيڻ جا ٽي طريقا وڌيڪ اهم آهن جيڪي هيٺيان آهن:

(1) AMA (American Medical Association): حوالي ڏيڻ جي هن طريقي کي آمريڪا جي طبي ڊاڪٽرن جي تنظيم 1960ع ۾ متعارف ڪرايو. حوالي ڏيڻ جو هيءُ طريقو طب ۽ سائنس سميت ٻين علمن ۾ ٿيندڙ تحقيقي مقالن اندر حوالا ڏيڻ خاطر استعمال ڪيو ويندو آهي.

(2) APA (American Psychological Association): 'آمريڪن سائڪولاجيڪل ائسوسيئيشن' هيءُ طريقو آمريڪا جي نفسياداننِ متعارف ڪرايو. هن طريقي جو دائرو سماجي علمن جهڙوڪ: نفسيات، عمرانيات، سماجيات، سياسيات ۽ معاشيات وغيره جي شعبن ۾ ٿيندڙ تحقيق تائين پکڙيل آهي.

(3) MLA (Modern Language Association): MLA 'ماڊرن لئنگئيج ائسوسيئيشن' حوالن ڏيڻ جو هيءُ طريقو ٻولي ۽ ادب متعلق ٿيندڙ تحقيق سان تعلق رکي ٿو انهيءَ ڪانسواءِ لطيف فنن (Fine Arts) جي ٻين شعبن ۾ ٿيندڙ تحقيق لاءِ به هن طريقي کي استعمال ڪيو ويندو آهي. MLA واري طريقي کي جاري ٿيندي ڪيئي ڏهاڪا گذري چُڪا آهن. تازو ماڊرن لئنگئيج ائسوسيئيشن هن طريقي ۾ تبديليون ڪري ان متعلق ڪتاب شايع ڪيو آهي.

تحقيقي مقالن ۾ حوالي ڏيڻ جا مٿي ڄاڻايل ٽئي طريقا جيتوڻيڪ نهايت اهم آهن، پر موجوده وقت ۾ بين الاقوامي سطح تي تحقيق ڪرڻ لاءِ MLA وارو طريقو اختيار ڪيو وڃي ٿو جنهن موجب حوالا ڏيڻ جا ڪيترائي طريقا آهن. تحقيقي مقالي ۾ ڪوٽيشن طور ڪنيل مواد لازمي طور اصلي ٻوليءَ ۾ ڏنو ويندو آهي. تحقيقي مقالي ۾ ڪوبه حوالو هيٺينءَ معلوماتي ترتيب سان لکيو ويندو: (1) ليکڪ جو نالو (2) ڪتاب جو نالو (3) ڪتاب ۾ شامل مضمون/ مقالي جو عنوان، (4) اخبار/ رسالي/ مخزن جو نالو (5) جلد/ شمارو، (6) ڇپجڻ جو هنڌ، (7) ڇپائيندڙ ادارو/ پبلشر (8) تاريخ/ سال، (9) ڪا ٻي معلومات ۽ (10) صفحي جو نمبر.

حوالي ۾ مصنف جي ذات هميشه نالي جي اڳيان ڏني ويندي آهي. جيڪڏهن سندس ڪو لقب آهي ته اهو آخر ۾ لکبو.

**حوت** (Pisces): هيءُ هڪ آسماني ستارو آهي، نجوم جي علم مطابق ماڻهوءَ جي ايندڙ حالتن ۽ قسمت جو اندازو هن ستاري ذريعي لڳايو ويندو آهي. ان کي علم نجوم ۾ 'برج حوت' چوندا آهن. هن برج جو اثر 19 فيبروري کان 20 مارچ تائين ليکيو ويندو آهي. هن برج جي شڪل مڇيءَ جهڙي هوندي آهي. عربيءَ ۾ مڇي کي 'حوت' چيو ويندو آهي، هندي جوتش ۾ ان کي 'مين' چوندا آهن. علم نجوم موجب هن برج جي اثر وارن ڏينهن ۾ پيدا ٿيل ماڻهو هميشه تبديلين کي خوشيءَ سان قبول ڪرڻ لاءِ تيار رهندا آهن. اهڙن ماڻهن کي جڏهن به موقعو ملندو آهي ته ان مان ڀرپور فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ انتهائي خوشگوار زندگي گذاريندا آهن.



**حور:** ڪتاب 'دائره معارف اسلاميه' ۾ حور جي لغوي معنيٰ گهڻي حسين ۽ خوبصورت عورت، جنهن کي اک جي سفيدي گهڻي سفيد ۽ تارو بلڪل ڪارو هجي. عربيءَ ۾ هن لفظ جي توضيح ڪندي لکيو ويو آهي ته "اهي جن کي ڏسڻ سان ڏسندڙ حيران ٿي وڃن".

قرآن مجيد جي گهڻين آيتن ۾ بهشت جي حورن جو ذڪر آيل آهي، جنهن مان مراد بهشت جون پيڪران جمال (حُسن واريون) آهي، عام طور تي حورن بابت اهو تصور پيدا ٿئي ٿو ته اهي عورتون هونديون. قرآن مجيد ۾ انهن جا مختلف اوصاف بيان ٿيل آهن. مثلاً هي پيڪر (جسم، صورت) هر آلودگيءَ يعني بداخلاقي، بدصورتي، بدنمائي ۽ بدفعلي وغيره کان پاڪ آهن. هي پيڪر پاڪيزه هوندا. هي هڪ ئي هنڌ نظر جمائي رکڻ واريون، پاڪ، ڪنواريون، وڏين اکين واريون، موتيءَ وانگر چمڪدار، ياقوت ۽ مرجان سان مشابهت رکندڙ، نيڪ سيرت، پرده نشين، عظمت ۽ جلال سان خيمن ۾ مقيم وغيره هونديون. حديث ۾ به حورن بابت اهڙائي اوصاف بيان ٿيل آهن.

**حورن جا ٻه قسم ٿين ٿا:** (1) انسان حوررن ۽ (2) جن حورون. اهڙيءَ طرح جنت جي مختلف طبقن ۾ مختلف قسمن جون حورون هونديون. هنن جي تخليق بابت مفسرن ۾ اختلاف آهي، ڪي هنن کي حقيقي معنيٰ ۾ وٺن ٿا ته ڪي وري مجازي ۾ يعني حورن جو ذڪر بطور تمثيل جي آهي، ورنه دراصل انهن

مان مراد جنت جون خوشيون ۽ لذتون آهن، جن جي ڪري هي مادي ۽ جسماني استعارا استعمال ٿيا آهن. شاهه ولي الله موجب: "حشر جا سيئي واقعا از قبل تمثيل آهن، جنت جون خوشيون اهڙيون آهن جيڪي تخيل کان ماوراءِ آهن."

خواجه حسن بصري، حور جي معنيٰ بيان ڪري ٿو ته: "بني آدم جون نيڪ عورتون" آهن. آيت 'زوجناهم بحورعين' ۾ 'زوجنا' لفظ سان ذهن نڪاح طرف منتقل ٿي وڃي ٿو پر عرب محقق يونس موجب حرف صله جي بنا تي جيڪو حور تي داخل آهي، ان موجب جنت ۾ نڪاح ناهي ٿيندو، انهيءَ سلسلي ۾ هن گهڻن عرب شاعرن جا مثال پڻ پيش ڪيا ۽ ثابت ڪيو ته جنت ۾ اهڙو تعلق نه ٿيندو جهڙو دنيا ۾ زال مڙس جي وچ ۾ رهي ٿو. حور جو ذڪر قرآن مجيد ۾ گهٽائي دفعا آيو آهي ۽ قرآن پاڪ، حورن جون اهڙيون عظيم الشان صفتون بيان ڪيون آهن، جيڪي هر ان تصور کان بلند آهن، جيڪي انساني دماغ ۾ بينظير حسن، بلند فطرت ۽ انتهائي لطافت جي نسبت سان پيدا ٿين ٿا.

قرآن شريف ۾ حورن کي جنت جي نعمتن مان هڪ نعمت ڄاڻايو ويو آهي، جهڙيءَ طرح جنت جون ٻيون نعمتون ميوا، ماکي، کير ۽ ٻيون نعمتون مردن ۽ عورتن لاءِ يڪسان آهن، اهڙيءَ طرح جنت جون حورون به مردن ۽ عورتن لاءِ هڪجهڙيون آهن ۽ حور جو ذڪر حسن ۽ خوبصورتي يا لذت ۽ سرور لاءِ بطور تمثيل آهي. اسلامي مفسرن جي نظر ۾ جنت جي هن نعمت کي شهوانيت سان ڳنڍڻ معترضن جي پست خيالي آهي.

**حوضِ ڪوثر**: بهشت جي هڪ چشمي جو نالو هن لاءِ مذهبي عقيدو آهي ته قيامت جي ڏينهن حوضِ ڪوثر مان نيڪو ڪار ۽ الله جي ٻانهن کي جام پياري دائمي زندگي عطا ڪئي ويندي.

**حويليءَ جا راز** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناميارو ڪهاڻيڪار 'ماڻڪ' جي ڪهاڻين تي مشتمل آهي، جنهن ۾ 18 ڪهاڻيون آهن. جن ۾: (1) حويليءَ جا راز، (2) ٻاهر ٻاڦ نه نڪري، (3) حقيقت ۽ ڏوڪو، (4) هڪ ڪهاڻي- سواءِ سري جي، (5) پلاند، (6) ڪاري، (7) پهرين انام ڪهاڻي، (8) ٻي انام ڪهاڻي، (9) ٽين انام ڪهاڻي، (10) بيٺل ڦيرو، (11) وقتائتو موت، (12) ڪلارڪ جي پهرين تاريخ، (13) اُتساهه جو موت، (14) مئل زندگي، (15) نوٽ بُوڪ (ڊائريءَ) منجهان، (16) انسان ٻوءِ- انسان ٻوءِ، (17) روبوٽ ۽ (18) گيس چيمبر شامل آهن.




ماڻڪ جي سڀ کان مشهور ڪهاڻي 'حويليءَ جا راز' آهي، جنهن کيس هڪ منفرد ڪهاڻيڪار بڻايو آهي.

هن ڪتاب جو وڌايل ۽ سڌاريل پهريون ڇاپو روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري، 2003ع ۾ شايع ڪرايو پڪي جلد سان، ڊيمي سائيزجي هن ڪتاب ۾ ڪُل 140 صفحا آهن، ان جي قيمت 80 رپيا آهي.

**حيات ابوبڪر صديق** رض (ڪتاب): هيءُ ڪتاب محمد حسين هيڪل جي تصنيف آهي، جنهن کي مولانا محمد حسين شاهه سجاوليءَ، سنڌي ۾ ترجمو ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب ڪل 18 بابن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ حضرت ابوبڪر صديق رض جي زندگي، سيرت، ڪردار ۽ ان دؤر ۾ پيش ايندڙ تاريخي ڪارنامن جو تفصيل سان ذڪر آهي. ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد وارو هيءُ ڪتاب 447 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران 2004ع ۾ ڇپيو ۽ ان جي قيمت 200 رپيا آهي.




**حيات النبيﷺ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب، سنڌ جي ناميارو عالم، اديب، حڪيم، صحافي ۽ محب وطن سياستدان حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جو رسول اڪرم حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جي زندگي مبارڪ ۽ سيرت بابت تصنيف ڪيل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ 1914ع ۾ لکي ڇاپيو جنهن جو ٻيو ڇاپو جامعه اسلاميه ويتيم خانه- حاجي عبدالله هارون، ڪراچيءَ 1926ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ڪتاب جو ٽيون ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ، 1953ع ۾ ڇپايو جنهن جو پيش لفظ، حڪيم صاحب جي فرزند ۽ ڪراچيءَ جي اڳوڻي ميئر حڪيم محمد احسن لکيو هو ان کان پوءِ هن ڪتاب جا ٻه ايڊيشن 1994ع ۽ جولاءِ 2004ع ۾ ڇپجي پڌرا ٿيا. هيءُ ڪتاب سولي ۽ سادي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي. 2004ع جي ڇاپي ۾ 206 صفحا آهن. ڊيمي سائيزجي هن ڪتاب جي قيمت 60 روپيا آهي.




**حيات بلوچ**: ناميارو صحافي حيات بلوچ جو پورو نالو محمد حيات بلوچ ولد ميوو فقير چانڊيو آهي. هيءُ 9 جون 1939ع تي ٽنڊي آدم ويجهو ڳوٺ لاڪڙا ۾ پيدا ٿيو. هن ديني تعليم لطيفي مدرسي هالا مان ۽ پرائمري ملا اسڪول هالا مان 1950ع ۾ حاصل ڪئي. مئٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول هالا 1961ع ۾، انٽر مسلم ڪاليج حيدرآباد مان 1965ع ۾ ۽ گريجوئيشن سچل آرٽس ڪاليج حيدرآباد مان 1967ع ۾ حاصل ڪئي. هيءُ 1963ع ۾ روزاني 'عبرت' اخبار ۾ پروف ريڊر، 1967ع کان 1970ع تائين سب ايڊيٽر ۽ پوءِ 1990ع تائين نيوز ايڊيٽر ٿي رهيو ۽ 1998ع ۾ رٽائر ٿيو. ڪجهه مهينن لاءِ روزاني بختور جو ايڊيٽر ٿيو. 2004ع ۾ عبرت آفيس ڪراچيءَ جي رپورٽنگ اسٽاف جو نگران رهيو.



حيات بلوچ حيدرآباد پريس ڪلب جو مختلف وقتن تي ٽي ڀيرا جنرل سيڪريٽري، گورننگ باڊي جو ميمبر، حيدرآباد يونين آف جرنلسٽ جو صدر ۽ جنرل سيڪريٽري به رهي چڪو آهي. 1973ع ۾ ويج بورڊ اوارڊ لاءِ

هلندڙ جدوجهد ۾ سرگرم رهيو. حيات بلوچ 1980ع جي ڏهاڪي ۾ جنرل ضياء پاران روزنامہ 'مساوات' تي لڳايل پابنديءَ خلاف صحافين جي هلندڙ جيل ڀريو تحريڪ ۾ سنڌ جي آرگنائيزر طور سرگرم رهيو ان سان گڏوگڏ 2006ع کان روزاني عبرت جي ڪراچي ايڊيشن جو ايڊيٽر آهي.

**حيات پتافي** (ديهہ): تعلقي ميرپور ماٿيلي جي ديهہ، جنهن ۾ هيليان ڳوٺ شامل آهن:

حيات پتافي، مبارڪ چنڙ/ رئيس الله بخش، ڊيڊي، تمراڻي، اختيار وسير، دودو نائچ، ڀڊو پٽي، احمر خان فاروقي، دڙي، بشير خان، نوحاڻي، ميربحر، رستم خان ڪورائي، الهيار ڪورائي، نيو چنڙ، وزير احمد آرائين، سهرياڻي، بهاول ڪورائي، جمشيد بوزدار، مريو پتافي ۽ غلام محمد بوزدار.

**حيات عمر فاروق** رضہ (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور عرب دانشور محمد حسين هيڪل جو لکيل آهي، جنهن جو سنڌيءَ ۾ ترجمو مولانا محمد انس راڄپر ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ حضرت عمر فاروق رضہ جي زندگيءَ، سيرت، تاريخي واقعن ۽ ڪارنامن بابت تفصيل سان لکيو ويو آهي. ڪتاب ڪل 25 بابن تي مشتمل آهي، ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد سان 761 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچيءَ پاران 2004ع ۾ شايع ٿيو. جنهن جي قيمت 300 روپيا آهي.

**حيات ڪوريءَ وارو تڪيو**: هي تڪيو شاهہ لطيف سان وابستہ آهي. محققن جي راءِ آهي تہ شاهہ لطيف زندگيءَ جا 12 سال مسلسل سفر ۾ رهيو ۽ هند، سنڌ ۽ آسپاس جا ڪيترا ماڳ مڪان ۽ هنڌ ڏسي، مختلف ڪرت ڪندڙن، ڌنڌن ۽ هنرن وارن جي حياتي ۽ عوامي زندگيءَ کي ويجهڙائيءَ کان پرکيائين. ان ڪري لطيف جتي بہ ويو، اتي سندس عقيدتمندن اُن هنڌ کي سندس نسبت سان يادگار بڻائي ڇڏيو. تاريخي ڳوٺ هالا حويليءَ کان سڌ پنڌ تي اتر– اوڀرواري ڪنڊ تي زرعي زمينن جي وچ ۾ لطيف سائينءَ جي هڪ وڏي عقيدتمند حيات ڪوريءَ جو تڪيو آهي، جنهن لاءِ مشهور آهي تہ ان جاءِ تي پٽ ڏٽيءَ پسار ڪيو هو. ڪنڊيءَ جا بہ پراڻا وڻ آهن، جن کي حيات ڪوريءَ جون جاڙيون ڪنڊيون سڏين ٿا. هن تڪيي جي اتر اولهہ واري ڪنڊ ۾ ڪجهہ وکن تي وڻن جي جهُنڊ ۾ قديم قبرستان جا آثار بہ موجود آهن.

هن جوءِ مان لطيف سائين جي وصال کان ڇهہ سال پوءِ بہ درياهي وهڪرو گذرندو هو. جيڪو نصرپور کان ٿيندو اڳتي ويندو هو جنهن کي ساگرو ڊورو سڏجي ٿو. درياهي وهڪري جي ڪري هيءَ جوءِ سرسبز ۽ خوشحال هئي. حيات ڪوريءَ جي تڪيي تي لطيف سائينءَ ۽ شاهہ عنايت نصرپوريءَ جي ڪيترين رهاڻين جون روايتون ملن ٿيون. هن تڪيي تي ٿيل هڪ رهاڻ ۾ لطيف سائينءَ سان گڏ مدن فقير بہ گڏ هو. تذڪرن ۾ اچي ٿو تہ هنن ٽنهي بزرگن مان هڪ بزرگ پلي کائڻ جي خواهش ڏيکاري ۽ حيات ڪوريءَ کين مهمانيءَ ۾ پلو کارايو هو.

**حيات گوپانگ** (ديهہ): تعلقي ميرو خان جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ 'حيات خان گوپانگ' ۽ 'گوپانگ' نالي ڳوٺ آباد آهن.

**حيات محمد** صلي الله عليہ وسلم (ڪتاب): مشهور مصري عالم محمد حسين هيڪل جو هيءُ ڪتاب، سنڌيءَ ۾ محمد انس راڄپر ترجمو ڪيو آهي. هي رسول پاڪ ﷺ جي سيرت تي عالمي شهرت رکندڙ ڪتاب آهي. عام طور تي سيرت النبي ﷺ جا اڪثر ڪتاب 'سيرت ابن هشام' جي تتبع تي لکيا ويا آهن. پر هن نامور عرب ليکڪ محمد حسين هيڪل جو هي ڪتاب سيرت جي موضوع تي نرالي علمي ڪاوش آهي، جنهن ۾ انساني دنيا ۾ پيغمبر اسلام جي هڪ مصلح/ سڌارڪ وارو ڪردار چِٽو بيان ڪيو ويو آهي. پيغمبر اسلام جي ان حيثيت تي يورپ جا مستشرق جن غلطين ۽ غلط فهمين جو شڪار ٿيا آهن، تن جي ڇنڊ ڇاڻ تحقيقي انداز ۾ ڪئي وئي آهي.



ضميمي پهرئين ۾ قرآني نقطہ نظر کان اسلام جو تمدن ۽ ضميمي ٻئي ۾ اسلامي تمدن ۽ مغربي محقق ڏنا ويا آهن. ڊيمي سائيز 765 صفحن تي مشتمل هيءَ ڪتاب، سنڌيڪا اڪيڊميءَ ڪراچي 2001ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ۽ جنهن جي قيمت 300 روپيا آهي.

**حياتيات** (Biology): زندگيءَ يا حياتيءَ جي علم کي 'حياتيات' (Biology) چئجي ٿو. هيءُ هڪ وسيع ۽ گهڻ رخو علم آهي، جيڪو ڪائنات جي سمورن ساهوارن سان لاڳاپيل آهي.

علم حياتيات، زندگيءَ جي بنيادي ايڪي، جيوگهرڙي ۽ زندگيءَ جي ارتقا کان وٺي هن دور جي جديد ڄاڻ تائين ڦهليل آهي، جنهن ۾ جاندارن جي قسمن، واڌويجهہ، کاڌخوراڪ ۽ رهڻي ڪهڻيءَ جا سمورا عنصر شامل آهن.

زندگيءَ جي ابتدا جو جديد نظريو اصل ۾ ڪيميائي ارتقا تي زور ڏئي ٿو ۽ اُها ارتقا زمين جي تاريخ ۽ شروعاتي ماحول جو ڏس ڏئي ٿي.

قرآن شريف ۾ بہ ان ڳالهہ جون شاهديون ۽ گواهيون ملن ٿيون:

وَجَعَلْنَا مِنَ الْمَآءِ كُلَّ شَيْءٍ حَيٍّ اَفَلَا يُؤْمِنُوْنَ (سورة الانبياء- آيت 30)

'۽ سڀ ڪنهن جيئري شيءِ کي پاڻيءَ مان پيدا ڪيو سون، ۽ پوءِ ڇو نہ ايمان آڻيندا آهن.'

(حوالو: القرآن الڪريم سنڌي ترجمو ڪنزالايمان)

زندگيءَ جي شروعات، مادي ۾ تبديليءَ جو مظهر آهي ۽ زندگي ڪيميائي تبديليءَ ۽ ارتقا جي عمل وسيلي ظاهر ٿي. وجود بعد حياتي مختلف قسمن جي جاندارن ۾ ورهائجي وئي ۽ انسانذات جي صورت تائين وڃي پهتي.

قرآن شريف ۾ فرمايل آهي تہ:

وَاللّٰهُ خَلَقَ كُلَّ دَآبَّةٍ مِّنْ مَّآءٍ ۚ فَمِنْهُمْ مَّنْ يَّمْشِيْ عَلٰى بَطْنِهٖ ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّمْشِيْ عَلٰى رِجْلَيْنِ ۚ وَمِنْهُمْ مَّنْ يَّمْشِيْ عَلٰٓى اَرْبَعٍ ۭ يَخْلُقُ اللّٰهُ مَا يَشَآءُ ۭ اِنَّ اللّٰهَ عَلٰى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيْرٌ.

(سورة النور- آيت 45)

[ترجمو: ۽ الله تبارڪ و تعاليٰ سيڪو جاندار پاڻيءَ مان بڻايو آهي، پوءِ انهن مان ڪجهہ ٻن پيرن تي هلندا آهن، ۽ منجهانئن ڪي چئن پيرن تي

هلندا آهن. الله تعاليٰ جيڪو گهرندو آهي، سو پيدا ڪندو آهي، ڇو ته الله تعاليٰ سڀ ڪنهن شيءِ تي وس وارو آهي.]

(حوالو: القرآن الڪريم سنڌي ترجمو: ڪنز الايمان)

هيءَ ڪائنات 'ڪُن فيڪون' جو ازلي عمل آهي، هيءُ اهو دور آهي، جڏهن 'الست بربڪم' جو ناد عالمِ ارواح ۾ گونجيو ۽ 'قالو بَليٰ قلب سين' چئي لکين ڪروڙين اربين ڪهاڻين جنم ورتو. ڪائنات ۽ ان جي ڪهاڻي جو خالق الله تعاليٰ آهي.

ابتدا ۾ ڪائنات جي ڪنهن به مادي ۽ ان جي توانائيءَ جي ڪا ڄاڻ نه هئي پوءِ سائنسدانن اندازو لڳايو ته 15 بلين سال اڳ هڪڙو زوردار ڌماڪو ٿيو. جنهن کي 'بگ بئنگ' (Big Bang) چئجي ٿو ان بعد ڌرتيءَ جو گولو ٻين گرهن کان الڳ ٿي، ٿڌو ٿيڻ شروع ٿيو ۽ شمسي نظام جا ٻيا گرهه به هڪ سرشتي جي صورت ۾ ظاهر ٿيا. ان کان اڳتي هلي 'پري ڪيمبرين' دور سڏيو ويو، جڏهن ڌرتيءَ ٻين گرهن کان الڳ ٿي، هڪ شڪل اختيار ڪئي. ان ڪانپوءِ ڪيترن ورهين تائين ڌرتيءَ جي گولي تي هائڊروجن گئس جا ٿهن مٿان ٿهه موجود هئا ۽ پوءِ زميني سخت مٿاڇري تي گئسن جا رد عمل ٿيا ۽ ٻيا ڪيترا عنصر وجود ۾ آيا. اُن وقت زميني ماحول، ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ، ڪاربان مونو آڪسائيڊ، نائٽروجن ۽ هائڊروجن تي مشتمل هو ۽ آڪسيجن ڪليل ماحول ۾ نه هئي، ڌرتيءَ تي گرمي پد جڏهن گهٽيو ته انهن گئسن ڄمي ڪڪرن جو روپ اختيار ڪيو. ڌرتيءَ جي گولي تي شديد بارشن جو سلسلو شروع ٿي ويو، جنهنڪري سمنڊ وجود ۾ آيا.

هن دور کي انٿراپالاجيءَ جا ماهر 'پاليئوزاڪ' دور چون ٿا، هيءُ اهو ئي زمانو آهي، جنهن ۾ بارشن سبب گجگوڙ/ ڪنوڻ ۽ الٽرا وايوليٽ ريڊيئيشن جي ڪري گئسن جو پاڻ ۾ ردعمل شروع ٿيو. جنهن سان هڪڙو سادو نامياتي ماليڪيول (Simple Organic Molecule) وجود ۾ آيو. جيڪو برساتي ڦڙين وسيلي سمنڊن، درياهن ۽ مٽيءَ ۾ وڃي ڪِريو ۽ ساڳيءَ حالت ۾ سالن تائين موجود رهيو. شايد اُهو ئي دور آهي، جڏهن حياتيءَ جا درخشان اهڃاڻ نمودار ٿيا، جن جي ڪري زندگيءَ جي ڏسڻ ۾ نه ايندڙ مادن 'الجي' ۽ 'پروٽوزئا' سرجڻ شروع ڪيو يا وري اُنهن نامياتي ماليڪيولن ڪافي عرصي کان پوءِ امائينو ايسڊس (Amino Acids) ۽ پروٽين (Protein) کي وجود ۾ آندو. جيڪي زندگيءَ جي شروعات جو ذريعو بڻيا.

ميٿين (Methane)، امونيا (Amonia)، هائڊروجن (Hydrogen) ۽ پاڻي ($H_2O$) جي مرڪبن بجليءَ جي شعاعن گذرڻ سان، امائينو ايسڊس سان ملي کنڊ (Sugar)، سٽپ ۽ ڊي. اين. اي (D.N.A) کي جنم ڏنو جيڪي زندگيءَ جا بنيادي ايڪا آهن.

زندگيءَ جي شروعاتي حالت ڪليل (آزاد) پروٽين جي دائري يا رائبو نيوڪلڪ ايسڊ (R.N.A) وانگر هئي، جنهن کان پوءِ ان جي چوڌاري هڪڙو پردو وجود ۾ آيو جنهن سان Cell يعني جيوگهرڙو ٺهي پيو.

ان وقت زمين جي ڪليل ماحول ۾ آڪسيجن ڪا نه هئي، پر جيوگهرڙي، آڪسيجن ڪانسواءِ Anaerobic ساهه کنيو پئي ۽ ٻين نامياتي مادن کي جذب ڪري، توانائي حاصل ڪئي ۽ گڏوگڏ جيوگهرڙو غير جنسي پيدائشي عمل واري طريقي سان پنهنجو نسل به وڌائيندو رهيو.

اهو جيوگهرڙو جيڪو زندگيءَ جو بنيادي ايڪو ۽ جاندار آهي، اڳتي هلي خود رو (Autotrophic) جاندار بڻجي ويو جنهن سج جي روشنيءَ مان پنهنجو کاڌو تيار ڪرڻ شروع ڪيو سج جي روشنيءَ مان کاڌي تيار ڪرڻ واري روشنائي ترڪيب (Photosynthesis) واري عمل ۾ گهڻي انداز ۾ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جذب ٿيندي ۽ آڪسيجن خارج ٿيندي آهي، جنهنڪري ان عمل جاندارن لاءِ جياپي جا رستا کولي ڇڏيا. زندگيءَ جي ارتقائي عمل ۾ وڌيڪ تيزي تڏهن آئي، جڏهن ڪجهه جاندارن/جيوگهرڙن جنسي پيدائش جو سلسلو شروع ڪيو پاليئوزاڪ دور ۾ ئي سمنڊن، مڇين، وڻن، ٻيلن ۽ ڪوئلي جو وجود پيو.

لکين سال گذرڻ کان پوءِ ڌرتيءَ جي گولي تي ميووزائڪ دور آيو جنهن ۾ ريڙهيون پائيندڙ جانور، ڊائنوسار ۽ وڏا اُڏامندڙ پکي منظرعام تي آيا، اهي جاندار زندگيءَ جي ارتقائي مرحلن ۽ حياتيات جي اصولن مان گذري، عروج تي رسيا هئا. لکن سالن جي ان دور کان پوءِ ڪينوزاڪ دور شروع ٿيو جيڪو ٻن حصن ۾ ورهايل هو، هن دور جو هڪ حصو 'ٽيٽائيري' هو، جنهن ۾ نوان ٻوٽا ۽ کير پياريندڙ جانور نمودار ٿيا، ۽ ٻئي حصي 'ڪواٽرنري دور' ۾ جيوگهرڙي هڪ نئين ارتقا ڪري، ماڻهوءَ جي غير واضح شڪل اختيار ڪئي.

زندگيءَ جي ابتدا کان وٺي علم حياتيات ارتقا جو سفر شروع ڪيو. قديم انسان کان وٺي هاڻوڪي جديد ۽ سُلجهيل انسان، علم حياتيات تي پنهنجا مفروضا مڙهڻ ۽ مشاهدا ڪرڻ شروع ڪيا. وقت گذرڻ سان هن علم ۾ واڌارو ۽ ترقي ٿي، جنهن انساني بقا ۽ بهبود لاءِ تمام گهڻي ڄاڻ مهيا ڪئي.

لکن سالن کان وٺي حياتيءَ جي ارتقا يا جيوت جي اوسر ۾ بقاءِ اصلاح (Survival of Fittest) وارو اصول عمل ۾ رهيو. ان ئي اصول ئي هر جاندار زنده رهيو ۽ ان پاڻ کي حالتن ۽ ماحول آڌار هيرائي ڇڏيو.

علم حياتيات ۾ سڀ کان پهرين يونان ۾ تحقيق ٿي. علم حياتيات جو نالو بائيولاجي (Biology) به يوناني ٻوليءَ جو مشتق آهي، جيڪو بائيوز (Bios) ۽ لوگاس (Logos) مان گڏي ٺاهيو ويو آهي. بائيوز جو مطلب حياتي يا زندگي، ۽ لوگاس جو مطلب سمجهه، دليل بازي يا علم آهي. مطلب ته ساهوارن جي علم کي حياتيات يا بائيولاجي سڏيو وڃي ٿو.

يونان جي گهڻن رُخي شخصيتن ارسطو ۽ ٻين جا علم حياتيات ۾ ڪيل ڪارناما اڄ سوڌو ياد ڪيا وڃن ٿا. ان ڪانسواءِ ٿيوفراسٽس ٻڻ حيوانات ۽ نباتات متعلق وڏي ڄاڻ مهيا ڪئي. يونان، علم حياتيات ۾ جيڪا شروعاتي ڄاڻ مهيا ڪئي، سا 287 ق. م کان 380 ق. م تائين آهي. ان کان سواءِ يونانين پنهنجي ملڪ سان گڏ ڏورانهن ملڪن ۾ رهندڙ جاندار جو مشاهدو ۽ مطالعو ڪري، سندن بناوت تي تفصيل سان لکيو. يونانين جي ڏنل ڄاڻ جي روشنيءَ ۾ مسلمانن جي دور تائين ڪم هلندو رهيو. پر اسلامي دور ۾ علم حياتيات سان سائنس جي ٻين علمن تي به تمام گهڻو ڪم ٿيو نه صرف ايترو پر تجربن جو استعمال به اسلامي دور ۾ شروع ٿيو. جنهن سان علم ۽ ڄاڻ جا نوان رُخ سامهون آيا. انهن کان پندرهين صديءَ تائين مسلمانن سائنس ۾ بي پناهه ترقي ڪئي، انهن يوناني ادب ۽ علم جو

مطالعو ڪيو ۽ ھين ھولين ۾ لکيل ڪتابن کي عربيءَ ۾ ترجمو ڪرايو.

ارڙھين صديءَ عيسويءَ ۾ جڏھن يورپ جي واپارين تجارتي مرڪز ڳولھڻ لاءِ نوان نوان ملڪ ڏٺا، تڏھن اھي نين قومن، جانورن ۽ ٻوٽن سان روشناس ٿيا، جنھنڪري ھن علم تي وڌيڪ تحقيق ٿي ۽ نتيجا سامھون آيا. يورپ جي سائنسدانن مختلف ٻوٽن ۽ جانورن جون درجہ بنديون (نسلي ورھاستون) ڪيون. جانورن جا گروھ ٺاھيا ويا. انھيءَ حوالي سان چارلس ڊارون ويھہ سال ان نظريي تي ڪم ڪيو ۽ پنھنجي ارتقائي نظريي جي حق ۾ ثابتين سان ڀرپور مشاھدا پيش ڪيا. ڊارون جي مشاھدن، علم حياتيات ۾ اضافو ڪيو ۽ پنھنجا گھرا اثر مرتب ڪيا. سندس مشاھدا ھين سائنسدانن جيان ساڳي نوعيت جا ھئا تہ نوان جاندار تبديلين جي مرحلن مان گذرڻ بعد پراڻن جاندارن مان ئي پيدا ٿيل آھن. انھن تبديلين جو سبب ورھاست جو عمل آھي. سندس مشاھدن موجب انسان کي بہ جانور قرار ڏيندي چيو ويو تہ انسان بہ جانور جي سڌريل شڪل آھي ۽ اھو ڀھرين بن مانس/ گوريلو يا لُنڊي ڀچ وارو پولڙو ھو.

چارلس ڊارون جي انھيءَ نظريي کي اوڻويھين صديءَ ۾ رڳو يھودي يا مشرقي قدامت پرست ڪليسا جي روايتي مذھبي رسمن جي آڌار تي رد ڪيو ويو ۽ قدامت پرست عقيدن چارلس ڊارون جي نظريي کي ائين چئي رد ڪري ڇڏيو تہ انسان جي تخليق لاءِ دنيا جي تخليق کي مد نظر رکيو وڃي تہ ھيءَ دنيا ۽ روح ڪيئن خلقيا ويا. جنھن ڪانپوءِ خوردبين ايجاد ڪئي وئي، جنھن بعد ۾ ڏسڻ ۾ نہ ايندڙ جاندارن، جيوگھرڙي بابت وڌيڪ کوجنا جو ڪم شروع ٿي ويو جنھن تمام گھڻا لاپائتا نتيجا ڏنا. علم حياتيات سبب انسان کي طب ڪان وٺي جراحت تائين ڄاڻ ملي، جنھن انساني توڙي حيواني ۽ نباتاتي جيوت جي بقا لاءِ تمام گھڻو ڪم ڪيو.

شروع ۾ علم حياتيات کي ٻن شاخن ۾ ورھايو ويو ھو، جن ۾ حيوانن/ جانورن جي علم کي علم حيوانات (Zoology) ۽ ٻوٽن يا نباتات جي علم کي علم نباتات (Botany) چيو ويندو ھو.

**حيوانات (Zoology):** زولاجي يوناني ٻوليءَ جو آھي، جيڪو ٻن لفظن مان ٺھيل آھي. زو (Zoo) مطلب جانورن ۽ لوگاس (Logos) معنيٰ علم آھي. علم حيوانات يا زولاجيءَ جي معنيٰ جانورن جي علم واري آھي.

علم حيوانات ۾ Animal Kingdom يعني (حيوانن جي راڄ) جو ارتقا ڪان جديد دؤر تائين جو علم ۽ فلسفو سمايل آھي. علم حيوانات، علم حياتيات جي ھڪڙي وسيع شاخ آھي، جنھن ۾ مڙني جاندارن جھڙوڪ: انسانن، حيوانن (جانورن)، پکين پکڻن، جيتن جڻين جي بناوت، ارتقا، رھڻي ڪھڻي، پيدائشي عمل، سياءُ، بيمارين وغيره مطلب تہ ھر اُھو عنصر جيڪو سندن جياپي سان وابستہ آھي، اچي وڃي ٿو.

**علم نباتات (Botany):** علم نباتات Botany يوناني ٻوليءَ جو لفظ آھي، جيڪو اصل ۾ بوٽين (Botane) ھو باٽني (نباتات) جو علم ٻوٽن جي بناوت (ساخت) جي ڄاڻ مھيا ڪري ٿو حياتيات جي ھيءَ شاخ تمام وسيع آھي، جنھن ٻوٽن جي بيمارين ڪان وٺي جينيٽڪس ۾ وڏي ڪمائتي ڄاڻ مھيا ڪئي آھي. پيوندڪاريءَ ڪان وٺي نين جنسن جي دريافت ۽ وڌيڪ ميون توڙي اناج جي اپت حاصل ڪرڻ جا نت نوان رستا کولي ڇڏيا آھن.

جديد تجربن ۽ کوجنائن جي آڌار تي علم حياتيات ’بايولاجي‘ ۾ جاندارن سان لاڳاپيل مختلف علمن کي ھن جو حصو بڻائي، انھن کي ھن علم جون شاخون قرار ڏنو ويو جڏھن تہ علم حياتيات جو بنياد پنجن اصولن تي جوڙيو ويو جيڪي ھيٺ ڏجن ٿا:

**سيل ٿيوري (Cell Theory):** ھن اصول موجب، جيوگھرڙي کي زندگيءَ جو بنيادي ايڪو سمجھي، ان جي بناوت، ورھاست ۽ ارتقا تي گھرائيءَ سان مطالعو ۽ کوجنا ڪئي وئي، جيڪو سلسلو اڃا تائين ھلندڙ آھي ۽ نت نوان نتيجا سامھون اچي رھيا آھن.

**ارتقا (Evolution):** حياتيات جي اصولن موجب زندگيءَ يا جيوت جي ارتقا پڻ حياتيات جو بنيادي اصول آھي، جنھن ۾ جاندارن جون بنيادي خاصيتون ۽ واڌويجھہ وارو سلسلو شامل آھي. ھن اصول موجب جاندارن جا گروھ ۽ قسم ھڪ ئي مادي مان پيدا ٿيل آھن. جيڪو سلسلو ساڍا ٽي بلين سال پراڻو آھي.

**موروثيت (Genetics):** سڀني جاندارن ۾ پنھنجي ابن ڏاڏن جي عادتن وارو سلسلو ھلندو رھي ٿي، جيڪو گيميٽس (Gamets)، آر. اين. اي (R.N.A) ۽ ڊي. اين. اي (D.N.A) ذريعي نسل درنسل منتقل ٿيندو رھي ٿو.

**ھيميوٽيسسز (Homeostasis):** ھر جاندار ۾ غدودن جي رس ڪري توازن برقرار رھڻ وارو سلسلو جاري آھي ۽ ھي اصول جاندارن جي زندگيءَ ۾ اندرين توڙي ٻاھرين ماحول سان توازن برقرار رکڻ واري نظام کي ھلائي ٿو.

**توانائي (Energy):** ھر جاندار کي زندگي گذارڻ ۽ جيوگھرڙن جي بقا لاءِ توانائيءَ جي ضرورت ھوندي آھي ۽ اھو سلسلو لکن سالن ڪان ھلندڙ آھي. ھي اصول علم حياتيات جو بنيادي ۽ اھم اصول آھي.

علم حياتيات جون ٻيون ھيٺيون شاخون آھن:

**آرنٿالاجي (Ornithology):** حياتيات جي ھن شاخ ۾ پکين جو مطالعو ڪيو ويندو آھي.

**اٿالاجي (Ethology):** حياتيات جي ھن شاخ ۾ جانورن جي ھڪٻئي سان روبي ۽ سياءُ جو مطالعو ڪيو ويندو آھي.

**اڪٿيولاجي (Ichthyology):** حياتيات جي ھن شاخ ۾ مڇين جو تفصيلي مطالعو ڪيو ويندو آھي.

**انٽامولاجي (Entomology):** حياتيات جي ھن شاخ ۾ جيتن جو تفصيلي مطالعو ڪيو ويندو آھي.

**ايڪالاجي (Ecology):** جاندارن جي رھڻي ڪھڻي ۽ وايومنڊل ۾ ھڪٻئي سان واسطيداري کاڌخوراڪ جي حاصلات ۽ پنھنجي بچاءُ ڪرڻ واري مطالعي کي ايڪالاجي چئبو آھي.

**ايمبريولاجي (Embryology):** حياتيات جي ھن شاخ ۾ ’ٻچوي ڳپ‘ يعني ھڪ جيوگھرڙي کان مڪمل شڪل صورت يا بيضي مان ٻچي ٺھڻ واري مطالعي کي ايمبريولاجي چئبو آھي.

**اينٽامي (Anatomy):** جاندارن جي نظر ايندڙ حصن/ عضون (اندريان توڙي ٻاھريان حصا/ عضوا) جي مطالعي کي اينٽامي چئبو آھي.

**بائيوٽيڪنالاجي (Biotechnology):** حياتيات جي ھن شاخ ۾ حيوانن ۽ نباتات جي استعمال سان انساني ڀلائيءَ ۽ ڀھبود جو مطالعو ڪيو وڃي ٿو

**ٽئڪزانامي** (Taxonomy): جاندارن کي خاندان، ڪٽنب ۽ جنس وغيره جي بنياد تي ورهائڻ واري علم جي مطالعي کي ٽئڪزانامي چيو ويندو آهي.

**پروٽوزولاجي** (Protozology): حياتيات جي هن شاخ ۾ هڪ جيوگهرڙي وارن جاندارن جو مطالعو ڪيو وڃي ٿو.

**پئراسائٽالاجي** (Parasitology): حياتيات جي هن شاخ ۾ اهڙن جاندارن جو مطالعو ڪيو ويندو آهي، جيڪي ٻين تي گذران ڪندا آهن، جن کي مفت خور پڻ چيو ويندو آهي.

**پيلنٽولاجي** (Paleontology): پٿرن ۾ پيل ٿي ويل جاندارن جي زندگي گذارڻ جي خبر هن علم ذريعي پوي ٿي، ته اهي ارتقائي دور ۾ ڪيئن هئا، ۽ ڪهڙي زندگي گذاريندا هئا، سندن رهڻ ڪهڙي ڪهڙي هئي.

**زوجيوگرافي** (Zoogeography): زمين جي مٿاڇري تي جاندارن جي ورڇ واري مطالعي کي زوجيوگرافي چئبو آهي. مثال طور: ڪي جانور صرف دنيا جي ڪنهن خاص خِطي ۾ رهندا آهن. جيئن: ڪِيوي (Kiwi) نيوزيلينڊ ۽ آسٽريليا ۾ ملي ٿي.

**سائٽالاجي** (Cytology): حياتيات جي هن شاخ ۾ جيوگهرڙن ۽ انهن جي اندرين حصن جو مطالعو ڪيو ويندو آهي.

**فريش واٽر بائيولاجي** (Fresh Water Biology): حياتيات جي هن شاخ ۾ تازي يا وهندڙ پاڻيءَ ۾ رهندڙ جيوت جو مطالعو ڪيو ويندو آهي.

ان کان سواءِ حياتيات جون ٻيون به ڪيتريون شاخون آهن.

**فزيالاجي** (Physiology): حياتيات جي هن شاخ ۾ جاندارن جي عضون/ حصن ۽ انهن جي ڪم ڪار ڪرڻ جو مطالعو ڪيو ويندو آهي.

**مارفالاجي** (Morphology): حياتيات جي هن شاخ ۾ جاندارن جي ٻاهرين شڪل شبيهه ۽ عضون جي بناوت ۽ جوڙجڪ جو مطالعو ڪيو ويندو آهي.

**مائڪالاجي** (Mycology): حياتيات جي هن شاخ ۾ فنجي (Fungi) جو مطالعو ڪيو ويندو آهي.

**مائڪروبائيولاجي** (Microbiology): خوردبين وسيلي ڏسڻ ۾ نه ايندڙ جاندارن جهڙوڪ: بيڪٽريا، وائرس، فنگس ۽ پروٽوزُئا وغيره جي مطالعي کي مائيڪروبائيولاجي چئبو آهي.

**مئمالاجي** (Mammology): کير پياريندڙ جاندارن جي مطالعي (جنهن ۾ انسان به شامل آهي) واري علم کي مئمالاجي چئجي ٿو.

**ميرين بائيولاجي** (Marine Biology): حياتيات جي هن شاخ ۾ سمنڊ ۾ رهندڙ جاندارن ۽ ٻوٽن جو مطالعو ڪيو ويندو آهي.

**وائرولاجي** (Virology): حياتيات جي هن شاخ ۾ وائرس ۽ ان مان ڦهلندڙ عنصرن جو مطالعو ڪيو ويندو آهي.

**هرپيٽولاجي** (Herpetology): حياتيات جي هن شاخ ۾ ڏيڏرن، سانڊن، ڪرڙين ۽ نانگن جو مطالعو ڪيو ويندو آهي.

**هسٽالاجي** (Histology): حياتيات جي هن شاخ ۾ جاندارن جي تاندورن (Tissues) جو خوردبينيءَ وسيلي مطالعو ڪيو ويندو آهي.

**هيلمنٿالاجي** (Helminthology): حياتيات جي هن شاخ ۾ پيٽ جي ڪينئن/ ڪيڙن جو مطالعو ڪيو ويندو آهي.

**حياتيات** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ڊاڪٽر ڪريمداد پٽافيءَ جو لکيل آهي، جنهن ۾ حياتي ۽ ان جي بنيادي جزي 'خليي' ۽ طبي دنيا جي جديد موضوع 'جينس' کي تفصيل سان بيان ڪيو ويو آهي. ڊيمي سائيز ۽ پڪي جلد وارو هيءُ ڪتاب 131 صفحن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 1993ع ۾ شايع ڪيو ۽ ان جي قيمت 40 رپيا آهي.




**حياتيءَ جو پهريون دور** (ڪتاب): هيءُ محمد صديق ميمڻ جو لکيل ناول آهي. ڪتاب جو مواد ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، جنهن جو پهريون حصو 1930ع ۾ ۽ ٻيو حصو 1932ع ۾ شايع ٿيو جڏهن ته مصنف ڪتاب جا ٻئي حصا گڏي، 1943ع ۾ ٻيهر ڇپايا، جيڪي مسلم ادبي پريس حيدرآباد مان شايع ٿيا.

ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 3 آنا آهي.

**حياتين**: حياتين يا وٽامن خوراڪ جا نهايت اهم جزا آهن، هي جزا عام طور ميون، ڀاڄين ۽ ڪاڏي جي ڪچين شين مان ملن ٿا. ڪاڏن کي پچائڻ سان هنن جزن جو مقدار گهٽجي ويندو آهي. هن قسم جا وٽامن پاڻيءَ ۾ حل ٿيڻ سميت ڪاڏي جي شين کي وڌيڪ ڌوئڻ سان ضايع ٿي ويندا آهن. اهي گهڻو ڪري نباتات جي ساون پنن، مڪڙين، گونچن، پاڙن، ميون ۽ جانورن جي اندرين عضون مان ميسر ٿيندا آهن. ڪارخانن يا ملن ۾ تيار




ٿيل شين مثلاً: ڏٻن ۾ بند ٿيل ڪاڏن ۾ گهڻو ڪري اڪثر وٽامن ضايع ٿيل هوندا آهن. جن ڪاڏن ۾ زياده وٽامن هوندا آهن، انهن کي صحت بخش ڪاڏا چيو ويندو آهي. هن قسم جا وٽامن قدرتي طور اناج، ميون، ڀاڄين گوشت وغيره ۾ موجود هوندا آهن، جيڪي آسانيءَ سان حاصل ڪري سگهجن ٿا. ان کان علاوه حياتين (Vitamin) جا هيٺيان قسم آهن:

**حياتين 'اي'** (Vitamin-A): هي حياتين گهڻو ڪري سٿيين شين، جانورن جي اندرين عضون جگر، گرديءَ ۽ دل ۾ ملي ٿي. مڇي ته هن حياتين جو خزانو آهي. مڇيءَ مان هن وٽامن جي غذا حاصل ڪري سگهجي ٿي. ڪاڏن ۾ سوڊا استعمال ڪرڻ سان هي وٽامن ختم ٿي ويندا آهن.

**حياتين 'بي'** (Vitamin-B): هي حياتين اناج جي ڪلن ۽ ٻجن ۾ جام ٿئي ٿي. ڪڻڪ، چانور، ٻاجهري، مڪئي ۽ جوئر ۾ هن وٽامن جا خزانا موجود آهن. پر ان لاءِ ضروري آهي ته ڇڙيل اناج جي اندرين ڪلن کي باقي رکيو وڃي ۽ انهن جي اٽي کي ڇاڻيو نه وڃي. خاص ڪري هي وٽامن مشين جي پيٺل اٽي ۾

ضايع ٿي وڃن ٿا. ڪڻڪ جي ماني انساني غذا جو وڏو ذريعو آهي، جيڪڏهن اٽي کي نه ڇاڻيو وڃي ته انساني جسم ۾ وٽامن جي گهٽتائيءَ جو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. حياتين "بي" جي گهٽتائي مرضن جو اهم سبب بنجندي آهي. ساوين ڀاڄين جهڙوڪ: بصر، پٽاٽا، ٽماٽا، مٽر ۽ گجر نهايت سستا کاڌا آهن ۽ اهي حياتين "بي" جا ڀرپور خزانا آهن. حياتين "بي" مغز ۽ دالين ۾ به چڱي انداز ۾ موجود آهن. ساين ڀاڄين کي ضرورت کان وڌيڪ رڌڻ سان انهن مان وٽامن 'بي' ضايع ٿي ويندا آهن. جگر، معدي ۽ بدن ۾ ٻين مرضن پيدا ٿيڻ جو وڏو سبب گهڻو ڪري هن وٽامن جي گهٽتائي هوندي آهي.

**حياتين 'سي'** (Vitamin-C): هي وٽامن گهڻي انداز ۾ پنن وارين ڀاڄين پالڪ، ساڳ ۽ ساين ڦرين ۽ رس وارن ميون، ليمن، نارنگين بصرن ، ساون مرچن، سنگترن ۽ ٽماٽن ۾ ملن ٿا. هي وٽامن باهه کي برداشت نه ڪري سگهندا آهن، ان لاءِ مٿي ڄاڻايل شيون ڪچيون ئي استعمال ڪبيون آهن. هن وٽامن جي گهٽتائيءَ سبب 'اسڪروي' جي بيماري لاحق ٿيندي آهي. جيتوڻيڪ هي مرض پنهنجي شدت واريءَ حالت ۾ اسان جي ملڪ ۾ تمام گهٽ ڏٺو ويو آهي، پر ڪيترن مردن ۽ خاص ڪري ٻارن ۾ اسڪروي جون ڪي خاص نشانيون ملن ٿيون. ان لاءِ هي اهميت رکن ٿا.

**حياتي هوتن ريءَ** (ڪتاب): سنڌ هند جي مشهور ليکڪا، ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار، ڪلا پرڪاش جو هي ناول، پهريون ڀيرو نئين دنيا پبليڪيشن، ممبئي انڊيا ۾ ڇپيو ۽ ٻيو ڇاپو سنڌ فورم، بجاج گهٽي شڪارپور مان 1979ع ۾ شايع ٿيو. ناول جو انتساب ڪلا پرڪاش پنهنجي سهري جي نالي ڪندي لکيو آهي ته: "ارپيان ٿي پنهنجي ڪاڪا (سهري) کي، جنهن بيماريءَ تي چيو هو ته منهنجي مُئي پُڄاڻان ٻيا ڌرمي گرنٿ پڙهڻ بدران، شاهه، سچل، سامي، بيوس ۽ ضيا جا ڪلام ٻڌائجو ۽ ڳارائجو. ڇاڪاڻ جو انهن ڪلامن ۾ به




روحانيت جا اُهي ئي نڪتا آهن، جيڪي گرو گرنٿ صاحب، گيتا، گرڙ يا ڀاڳوت ۾ آهن." 115 صفحن تي مشتمل پڪي ۽ رنگين ٽائٽل واري ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 5 روپيا آهي.

**حيار ۽ ٻيلو ڪنب**: حيار ۽ ٻيلو ڪنب نالي هي ٻئي ڍنڍون ديهه ڪوهستان، غيبي ديري ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ ۾ واقع آهن. يونين ڪائونسل ڪاڇي جون هي تاريخي ۽ ڪشاديون ڍنڍون آهن. هنن ڍنڍن لاءِ مشهور آهي ته حيار ۽ ٻيلو نالي چانڊيا برادري جي ٻن عورتن هنن ڪنبن ۾ ٽپو ڏئي پنهنجو انت آندو هو جن جي پويان هنن ڍنڍن تي اهي نالا پيا. ناليواري ليکڪ ۽ محقق اشتياق انصاريءَ پنهنجي مقالي 'ڪيرٿر هل اسٽيشن' ۾ ان قصي بابت ڄاڻايو آهي ته: "ڪنهن زماني ۾ چانڊين جو پٺاڻن سان جهيڙو هو. چانڊيا سيتا جي ڏاٽ جبل تي ويٺل هئا. چانڊين جو چڱو مڙس روڊڻ خان عارفاڻي هو ۽ پٺاڻن جو چڱو مڙس ذونو پٺاڻ هو جڏهن پٺاڻن چانڊين سان جنگ ڪئي ته چانڊيا ڏاٽ جي جبلن ۾ لڪي هڪ لڪ ۾ مورچا ٺاهي ويٺا هئا. هن ٻن گائنچن ورٽي ۽ ماڪڙي کي موڪليو ته ڏسي اچن ته پٺاڻن جو لشڪر ڪٿي پهتو آهي. هنن پٺاڻن جو لشڪر ايندو ڏٺو ۽ پٺاڻن به هنن ٻنهي کي ڏسي ورتو جڏهن پٺاڻن جو لشڪر ويجهو اچي چڪو هو ۽ هي چانڊين کي اطلاع ڏئي نه سگهيا ۽ پٺاڻن تي حملو ڪري سندن ٻن ماڻهن کي ماري وڌائون، ان کان پوءِ پٺاڻن هنن ٻنهي کي ماري ڇڏيو. سيتا جي ڏاٽ ۾ هنن ٻن گائنچن جون قبرون موجود آهن. جڏهن چانڊين گولين جو آواز ٻڌو ته جبل مان ٻاهر نڪري آيا ۽ ٻنهي ڌرين جو لشڪر هڪ ٻئي جي سامهون ٿيو. جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ چانڊين پنهنجي عورتن کي سيتا نئن جي ڪنبن تي ويهاري اتي هڪ لنگهي کي دهل ڏئي لڪائي ويهاريو. عورتن کي چيو ويو ته لنگهو جڏهن "ڏي" دهل وڄائي ته سمجهي وڃجو ته اسان جنگ هارائي آهي، ان صورت ۾ توهان ڪنبن ۾ ٽپو ڏئي آپگهات ڪجو، پر جيڪڏهن لنگهو ٻيو ڪو سُر وڄائي ته سمجهجو ته اسان جنگ کٽي آهي ۽ توهان سڀ گهرن ڏانهن موٽي اچجو. انهن عورتن ۾ حيار ۽ ٻيلو چانڊياڻيون به هيون. ٻيلو، روڊڻ خان جي ڪٽنب مان ۽ حيار جهان خان جي ڪٽنب مان هئي. جڏهن جنگ شروع ٿي ته چانڊين ڪيترائي پٺاڻ ماري وڌا ۽ زنده بچيل پنج پٺاڻ وٺي ڀڳا. چانڊين جي فتح ٿي ته لنگهي خوشيءَ مان ٻُوڪر جي 'ڏي' وڄائي ته حيار ۽ ٻيلو عورتن هڪدم ڪنب ۾ ٽپو ڏئي پنهنجو انت آندو. باقي سڀ عورتون بچي ويون ۽ پنهنجن گهرن ڏانهن موٽي ويون. ان کان پوءِ ڪنبن تي 'حيار' ۽ 'ٻيلو' نالو پئجي ويو. هن واقعي کان پوءِ چانڊيا قبيلي جا ماڻهو پنهنجن ڇوڪرين جا نالا 'حيار' ۽ 'ٻيلو' رکندا اچن ٿا.

**حياءُ**: حياءَ جي لغوي معنيٰ غيرت، شرم، حجاب، لڄ، ڦِڪائي وغيره آهي. حياءَ جا ٻه قسم آهن. پهريون حياءَ نفسياتي آهي، جيڪو الله تعاليٰ هر هڪ انسان ۾ رکيو آهي، جيئن گهڻن ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ اگهاڙي ٿيڻ کان حياءَ ڪرڻ، ماڻهن جي موجودگيءَ ۾ ڪو برو فعل ڪرڻ کان حياءَ ڪرڻ وغيره. حياءَ جو ٻيو قسم ايمان سان تعلق رکي ٿو. جنهنڪري مسلمان الله جي خوف سبب گناهه کان بچيل رهن ٿا. حضور اڪرم صلعم جن حياءَ بابت فرمائين ٿا ته: "حياءَ ايمان جي شاخ آهي." هڪ ٻي حديث ۾ پاڻ سڳورا صلعم فرمائين ٿا ته: "اسلام جي صفت حياءَ آهي." هر مذهب جي ڪانه ڪا صفت هوندي آهي. حياءَ جي اسلام ۾ ايتري ته اهميت آهي، جو پاڻ سڳورن حياءَ کي اسلام جي صفت قرار ڏنو. حيا بابت پاڻ سڳورا هڪ ٻئي هنڌ فرمائين ٿا ته. "حياءَ ايمان جي هڪ شاخ آهي ۽ ايمان وارا جنت ۾ ويندا، جڏهن ته بي حيائي بدمزاجي آهي ۽ بدمزاج ماڻهن جو ٺڪاڻو دوزخ آهي. حياءَ بابت 'نهج البلاغہ' ۾ حضرت علي ابن ابي طالب عليہ السلام فرمائين ٿا ته: "جنهن کي حياءَ پنهنجو لباس پهرايو، تنهن جا عيب ماڻهن جي سامهون نٿا اچن."

**حيدرآباد** (شهر): سنڌ جو ٻيو نمبر وڏو شهر ۽ ضلعي هيڊڪوارٽر آهي. هيءُ شهر "15 °25 اتر ويڪرائي ڦاڪ ۽ "45 °68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. هيءُ شهر صوبي جي گاديءَ واري هنڌ ڪراچيءَ کان 150 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. ملڪ جا ٻه اهم وڏا روڊ، انڊس هاءِ وي ۽ نيشنل هاءِ وي هتي اچي گڏجن ٿا. سنڌ جي قديم شهرن ۾ هن شهر کي وڏي اهميت حاصل آهي. حيدرآباد ثقافتي، ادبي، علمي، سياسي، سماجي لحاظ کان

سنڌ جو مرڪزي شهر آهي. هيءُ شهر ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾ پڪي قلعي جي تعمير ڪانپوءِ آباد ٿيو. ميان نور محمد جي وفات ڪانپوءِ غلام شاهه ۽ سندس پٽن ۾ تخت تان اڻ بڻت ٿي پئي، جنهن ڪري مختلف وقتن تي مختلف هنڌن تي نوان شهر ٻڌي، انهن کي تختگاهه جو درجو ڏنو ويو. جيئن الهه آباد، شاهپور، شاهه ڳڙهه وغيره پر اهي شهر مستقل تخت گاهه ٿي نه سگهيا. سال 59-1758ع ۾ غلام شاهه ڪلهوڙو سنڌ جو مسند ڌڻي ٿيو ته هن خدا آباد ۽ ٻين شهرن کي ڇڏي فيصلو ڪيو ته نون شهر ٻڌي ان کي تخت گاهه ڪيو وڃي، اهڙيءَ ريت مارچ 1769ع ۾ پڪي قلعي جي تعمير شروع ٿي. ان سڄي ڪم جو پورائو ٻن مهينن (ڪن تاريخن موجب ڇهن مهينن ۾) ٿيو. مير علي شير قانع 'تحفة الڪرام' ۾ لکيو آهي ته: نيرون ڪوٽ جو هڪ مضبوط جبل آهي، جنهن جي سرزمين تي تختگاهه بنائڻ


حيدرآباد شاهي بازار جو ڏيک (سال 1890ع)

جي تجويز ٿي چڪي هئي، تنهنڪري حيدرآباد جو مضبوط قلعو سن 1182هه/1769ع ۾ جڙي راس ٿيو ۽ مٿس 'حيدرآباد' نالو رکيو ويو. سندس سامهون ٽڪر جي مٿان شهر اڏائي رعيت کي قلعي جي حفاظت ۾ رهايائون. ذوالحج مهيني ۾ ديري ڪان موٽڻ تي اچي انهيءَ قلعي ۾ رهيا." هن راءِ جي برعڪس ميجر راورٽي پنهنجي ڪتاب 'دي اندس ڊيلٽا ڪنٽري' ۾ لکيو آهي ته: حيدرآباد شهر جو بنياد 1768ع ۾ رکيو ويو ڏيڍ ٻن سالن جي عرصي ۾ تعميرات مڪمل ٿي ته سنڌ جو حاڪم حيدرآباد ۾ اچي رهيو ان ريت قديم 'نيرون' جي جاءِ 'حيدرآباد' والاري.

**هن شهر تي حيدرآباد نالو پوڻ بابت هيٺيون روايتون ملن ٿيون:** (1) هيءُ شهر پهرين نيرون ڪوٽ جي نالي سان سڏبو هو جتي ميان غلام شاهه ڪلهوڙي پاران پڪو قلعو ٺهرائي ان تي 'حيدرآباد' جو نالو رکڻ بعد هن شهر جو نالو حيدرآباد ٿيو (2) نيرون راجا جي دور ۾ هڪ اصحابي گل حيدر شاهه سنڌ ۾ اچي رهيو جڏهن نيرون ڪوٽ جي جاءِ تي ٻيو ڪوٽ ٺاهيو ويو ته هن ان جي تعمير ۾ حصو ورتو ان جي قبر قلعي جي اترئين دروازي وٽ آهي، جنهن کي هينئر نوگزا پير ڪري چون ٿا. (3) غلام شاهه ڪلهوڙي طرفان هن قلعي ٺهرائڻ لاءِ حيدر قلي نالي هڪ منشي مقرر ٿيل هو غلام شاهه ڪلهوڙي ان جي ڪم کان خوش ٿي هن قلعي جو نالو حيدرآباد رکيو (4) روايت موجب هتي حضرت علي ڪرم الله وجهه جن جي آمد جون ڳالهيون به ٿيون ۽ سندن قدمن جا نشان قلعي جي پرسان 'قدم گاهه مولا عليؑ' ۾ اڄ به موجود آهن. ان ڪري هن جو خيال آهي ته سندن لقب 'حيدر ڪرار' پويان هن قلعي تي حيدرآباد جو نالو رکڻ ممڪن آهي.


حيدرآباد جي ٽاور مارڪيٽ

جيتوڻيڪ هيءَ روايت ڪمزور آهي، پر حضرت علي ڪرم الله وجهه جي نالي پويان هن شهر جو نالو حيدرآباد رکڻ جون تاريخي روايتون به موجود آهن. ڪلهوڙا پاڻ کي حضرت علي ڪرم الله وجهه جي چاچي حضرت عباس رضه جي اولاد مان سڏائيندا هئا. انهيءَ ڪري ڪين حضرت علي ڪرم الله وجهه سان گهڻي عقيدت هئي. انهي ڪري نيرون ۾ نئون قعلو تعمير ڪرائي حضرت علي ڪرم الله وجهه جي نالي 'حيدر' جي نسبت سان هن نئين شهر جو نالو 'حيدرآباد' رکيائون. انهيءَ ٿي روايت تي اڪثر محقق متفق آهن. قلعي جي ٺهڻ وارو سال 1182هه. هن قرآني آيت مان نڪتو ته 'يا رب اجعل هذا البلد آمنا' يعني ته: "اي ڌڻي، هن شهر کي امن وارو ڪر!" اهو ئي ماده تاريخ سنگ مرمر جي تعويذ تي اُڪيرائي 'سنگ بنياد' طور قلعي جي دروازي مٿان هٽايو ويو. هيٺان انهيءَ چوڪنڊي تختيءَ تي قلعي


پڪو قلعو

جي اڏاوت بابت هي لفظ تحرير آهن:

**ساڄي پاسي:** الله اڪبر الهم صلي عليٰ محمد و علي و فاطمه مٿان= الحسن والحسين و علي و محمد جعفر و موسيٰ و علي.

**کاٻي پاسي:** و محمد و علي و الحسن و محمد المهدي الهادي.

**هيٺئين پاسي:** "باالمر عالي مظهر ولايت ميان غلام شاهه خان عباسي بن ميان نور محمد بن ميان يار محمد بن ميان نصير محمد عباسي بنا يافت".

ميان غلام شاهه 1772ع ۾ وفات ڪئي ته ڪيس پنهنجي اڏايل شهر حيدرآباد ۾ دفن ڪيو ويو. هيءُ پهريون ڪلهوڙو حاڪم هو جيڪو حيدرآباد ۾

دفن ٿيو ميان غلام شاهه ڪانپوءِ ميان سرفراز خان ڪلهوڙو تخت نشين ٿيو انهيءَ سال 1186هه/1772ع ۾ ميان سرفراز خان وڏن جي تختگاهه خدا آباد



غلام شاهه ڪلهوڙي جو مقبرو

جي يادگار طور هالن کان ڏيڍ ميل جي مفاصلي تي اترطرف خدا آباد (ثاني) نالي هڪ نئون شهر ٻڌائي، ان کي پنهنجو تختگاهه مقرر ڪيو 1189هه/1775ع ۾ مير صوبدار خان ۽ مير بهرام خان کي قتل ڪرائڻ ڪانپوءِ سرفراز خان، حيدرآباد جي قلعي ۾ اچي لڪو پر جلد گرفتار ٿيو. ميان سرفراز ڪانپوءِ ڪجهه مهينا سندس ڀاءُ ميان محمود خان تخت تي ويٺو پر اهو پڙهيل لکيل نه هو انهيءَ ڪري سردارن ۽ وزيرن کيس معزول ڪري، ميان غلام نبي کي 1189هه/ 1775ع ۾ تخت تي ويهاريو ۽ 1190هه/ 1776ع ۾ مير بجار خان سان جنگ ڪندي ميان غلام نبي يارو فراش هٿان قتل ٿي ويو. ميان غلام نبيءَ ڪانپوءِ ميان عبدالنبي تخت تي ويٺو ۽ 1882ع ۾ هالاڻي جي جنگ ۾ هارائڻ ڪانپوءِ ڪلهوڙن جي حڪومت ختم ٿي ۽ ٽالپرن جي حڪومت شروع ٿي، ٽالپرن طرفان مير فتح علي خان ٽالپر سنڌ جو حڪمران ٿيو ان 1204 هه/ 1789ع تائين ’خدا آباد‘ (نئون) کي تختگاهه برقرار رکيو. بعد ۾ دارالحڪومت کي ’حيدرآباد‘ منتقل ڪيو ويو. هيءَ شهر 1843ع ۾ انگريزن جي فتح تائين سنڌ جو تختگاهه رهيو. پوءِ چارلس نيپيئر اهو اعزاز ’ڪراچي‘ شهر کي ڏنو.

مير فتح علي خان سڀ کان اول شهر جي سِٽاءَ ۽ آبادي طرف ڌيان ڏنو. خدا آباد ۾ جيئن وچان سڌي بازار هئي، تيئن قلعي جي دروازي جي سامهون سڌي بازار قائم ڪيائين. جيئن ته اڳين آبادي انهيءَ شاهي بازار جي منڍ کان اوڀر-اتر طرف هئي ۽ اها سڄي مسلم آبادي هئي، انهيءَ ڪري شاهي بازار جي اوڀر طرف مسلمانن کي آباد ڪيو ويو. شاهي بازار جي اولهه طرف، قلعي جي سامهون به ڪجهه مسلمان آبادي هئي، جا هاڻي اڳتي جمن شاهه جي پڙ تائين وڌي. البت انهيءَ تڪر ۾ ديوان گدومل ۽ سندس ڪٽنب کي جيڪي گدو بندر مان هتي منتقل ٿي آيا، "مير مير محمد خان جي پڙ" جي پرسان اپرندي طرف جاءِ ڏني وئي، گدواڻي گهٽي انهيءَ ڪٽنب جي اصلي جاين جو يادگار آهي. وڏو توجهه ڪاريگرن ۽ ڪاسبين جي آباديءَ تي ڏنو ويو واڍا ۽ رازا خدا آباد مان گهرايا ويا ۽ انهن خدا آبادي واڍن کي "واڍن جي پڙ" واري ايراضيءَ ۾ ۽ رازن کي ’ڪاهي روڊ‘ واري زمين تي آباد ڪيو ويو. فوجي ضرورت لاءِ تيورا ذات جا ماڻهو جيڪي رتناڻي جا خيمه دوز يا تنبو ٺاهيندڙ هئا، نال بند ۽ نوبتون نغارا مڙهيندڙ "بزگر" آڻي ويهاريا ويا. گولہ انداز، جيڪي ڪلهوڙن جا ماڻهو هئا، تن جي دلجوئي ڪري کين آباد ڪيو ويو. بندوقون ۽ هٿيار ٺاهيندڙ مستري ۽ لوهار توڙي ’خاطوند‘ ڪاريگر جي هٿيارن جي ڳنن توڙي عاج ۽ ڪاٺ جي سامان تي جڙاوت جو ڪم ڪندا هئا، تن کي وسايو ويو. پائي خان جنهن جي نالي چاڙهي سڏجي ٿي، سو ترارن ٺاهڻ جو ڪاريگر هو. بهرحال مير فتح علي خان جي عهد ۾ ڪوري، ڪٽي، ڪنڀاٽي، رنگريز، زري دوز، پاٽولي، زرگر (سونارا)، وينجهر، چوڙيگر، ڦٽي گر، سراز، ڪمانگر يا نقاش، لوهار، ٺاٺارا ۽ ڪاسائي شهر جي آباديءَ جو اهم حصو بڻجي ويا. انهيءَ عام آباديءَ ڪانسواءِ ٽالپر حڪمرانن پنهنجن نوابن ۽ خدمتگارن، آخوندن ۽ طبيبن کي به موزون جايون سندن حويلين، سرائن ۽ اوطاقن لاءِ ڏنيون. شهر جي آباديءَ جا خاص حصا شاهي بازار جي ٻنهي پاسي گهٽين، پاڙن يا پڙن جي نالن پويان مشهور ٿيا. ٽالپوري عهد ۾ خاص شهري آباديءَ جو تفصيل لڳ ڀڳ هيٺينءَ طور هو:

**(الف) شاهي بازار جو الهندو پاسو (ڏکڻ کان اتر):** قلعي جي دروازي آڏو برج هو انهيءَ برج جي الهندي طرف "مير نصير خان جو پڙ" هو جنهن جي پرسان اتر طرف مير محمد خان جو پڙ هو انهيءَ جي پرسان جمعدار ڪوڙي ناريجي




شاهي بازار

جون حويليون هيون، جتي ناريجن واري مسجد اڃا تائين موجود آهي. هيٺ اولهه طرف پائي خان لوهار جو پاڙو ۽ پڙ هو جنهن تان پائي خان جي چاڙهيءَ جو نالو پيو. انهيءَ چاڙهيءَ جي مٿان ٺاٺارن جو پاڙو هو مٿي اصحابيءَ جي قبر لڳ نال بندن جي مسجد ۽ پاڙو هئا. مير محمد خان جي پڙ کان اپرندي پاسي ديوان گدومل ۽ ٻين هندن جا گهر ۽ سرائون هيون. جمن شاهه جي پڙ وٽ زرگر يا سونارا رهندا هئا. ساڳيءَ جاءِ تي ڪٽين جو پاڙو هو. جي مير صاحبن جا ڪپڙا ڌوئيندا هئا. اتان اتر طرف اڳتي ’پرور شاهه جو پڙ‘ هو جنهن جي پرسان خاطو بندن جو پاڙو، جا چوڙيگرن جي گهٽي پڻ سڏبي هئي. پاڪستان ٺهڻ بعد اها ريشم گهٽي جي نالي سان مشهور ٿي. جمن شاهه جي پڙ بعد وينجهرن جو پاڙو هو ان جي پرسان يتيم شاهه جي مزار هئي، جتي مير صاحبن طرفان مسجد جوڙائي وئي، جا مير غلام عليءَ جي نالي سان مشهور ٿي. پرسان مرزا لطف علي جو پڙ ۽ ’بوچالي شاهه جو پڙ‘ هو جنهن تان ’بوچالي شاهه جي چاڙهيءَ‘ جو نالو پيو هيٺ وري ’پڪا پير وارو اوتارو‘ هو جتي بلوچ سردارن جي وڏي اوطاق هئي. اوطاق پوءِ ٿي، پهريائين ڪلهوڙن حاڪمن جو قيد خانو (جيل) هو جنهن ۾ ميان سرفراز

حيدرآباد شهر

تي قرآن شريف جي تلاوت دوران تلوار جو وار ڪيو ويو هو. سندس شهيد ٿيڻ واري جاءِ تي پوءِ قبر ٺهرائي وئي، 'جمن شاهه جي پڙ' کان وٺي چوڙڪي گهٽيءَ ۽ سري گهاٽ تائين خدا آباد جا هندو عامل آباد هئا. هيٺ الهندي



پڪي قلعي جو ٻاهريون ڏيک

طرف ڪاساين جو پڙ ۽ احسان علي شاهه جو اوتارو هئا، جتي پڻ ٻاهريان قومي سردار اچي اوطاقي ٿيندا هئا.

**(ب) شاهي بازار جو اپرندو پاسو (ڏکڻ کان اتر):** قلعي جي سامهون شاهي بازار کان اوڀر طرف جيڪا اتر-اولهه اوڀر رخ تي وڃي ٿي اها 'طاهر بازار' هئي، جنهن تي اهو نالو نواب سرائي طاهر خدمتگار جي نالي تان پيو. طاهر بازار کان اندر ٿي اشرف شاهه بخاريءَ جي مزار وارو محلو هو. انهيءَ پرسان 'لونگ پڳت جي گهٽي' واريءَ ايراضيءَ ۾ 'صيقل گر تيورا' رهندا هئا، جي ترارون صاف ڪندا هئا. تيورن جي پرسان ڦٽي گر رهندا هئا، جن جي پاڙي لڳ نهال شاهه جو پڙ هو. ان جي پرسان ذري دوزن جو محلو هو ۽ ٽالپوري عهد جي خاتمي بعد سال 1875ع ۾ پڻ هتي هڪ سئو ڪاريگر هئا، جي سون ۽ چانديءَ تي زريءَ جو ڪم ڪندا هئا. زريدوزن سان لڳ ڪنياتي گهٽيءَ وٽ 'ڪنياتين جو ويڙهو' هو، جي رڳاوت جو ڪم ڪندا هئا. ان جي پرسان فقير جوٽيجي خدمتگار جو پڙ هو، جو هيئنر عام طور 'فقير جو پڙ' سڏجي ٿو. ان جي پرسان ميان يونس وارن جون حويليون هيون. ان بعد نواب محمد خان ٽالپور جي نالي پويان جيڪا نواب جي چاڙهي يا ٺوڙهي جي چاڙهي سڏجي ٿي ان جي ڏکڻ طرفان رتناڻين جو پاڙو هو، جي خيمه دوز هئا ۽ ميرن جا تنبو ٺاهيندا هئا. انهن جي پرسان ڪمانگرن يا نقاشن جو پاڙو هو. چاڙهيءَ جي اتر طرف نواب صاحب جون سرائون ۽ اوطاقون هيون، جتي بعد ۾ قاضي امام علي مختيارڪار ۽ مئجسٽريٽ رهڻ لڳو. ان جي پرسان طبيبن جو پاڙو هو جن مان وڏو حڪيم محمود انصاري، سندس پٽ محمد حسن ۽ حڪيم محمد جعفر ٿي گذريا آهن. اتان اڳتي 'گنج بخش جو پڙ' هو جتي پڻ نقاش رهندا هئا ۽ اجان تائين رهن ٿا. ان بعد شيراڻي ملن جو پاڙو ۽ اڳتي هاشمياڻين ۽ حميراڻين جا پاڙا هئا. ان بعد 'ناهين جو پڙ' هو جي ڪلهوڙن جي فوج ۾ هئا ۽ ميرن جي ڏينهن ۾ پڻ خاص فوج ۾ شمار ٿيل هئا. 'ناهين جي پڙ' جي اولهه ۾ 'کٽين جو ويڙهو' هو ۽ ان جي اولهه ۾ 'سانول شاهه جو پڙ' ۽ 'مڇي هٽ بازار' هئا. 'ناهين جي پڙ' جي اتر ۾ امير شاهه بخاريءَ جو پڙ ۽ 'دينوءَ جو پڙ' هئا. امير شاهه اُچ جي ساداتن مان هو ۽ مير نصير خان جي ڏينهن ۾ هتي آيو. دينو شيخ نيروئي هو ۽ سندس اولاد مان ميرن جو مشهور خفتي شڪاري 'محمد شينهن مار' ٿيو. ان بعد قاضين ساداتن جو پاڙو هو جن مان مشهور شاعر فاضل شاهه ٿيو. انهن جي پرسان 'گل اندازن' جو پاڙو هو. گل اندازن جي اتر ۾ ڪوري رهندا هئا ۽ 'ڪورين جو پڙ' اجان تائين مشهور آهي. ان جي اتر ۾ واڍن جو پاڙو هو جتي واڍن جو پڙ مشهور آهي. واڍن جي پڙ کان اوڀر طرف 'خير شاهه جو پڙ' هو ۽ اتر طرف 'سخي جو پڙ' هو. ان طرف اهو شهر جو ڊنگ هو البت ڊومڻ واهه طرف فتح فقير جو مشهور اوتارو هو ۽ ٽئين نمبر تلاءَ طرف سرازن جو ويڙهو هو.

قلعي جي سرن لاءِ اوڀر طرف کان مٽي کڏي وئي هئي ۽ اهي کڏون پاڻ ۾ ملي هڪ وڏي کاهيءَ جي صورت ۾ بنجي پيون، جنهن کي پوءِ 'ڪانگن ڪاڏي' سڏيندا هئا. انهيءَ ڪانگن ڪاڏيءَ تي به بلوچ سردارن جون اوطاقون هونديون هيون. قلعي ۽ شهر جي انهيءَ مرڪزي آباديءَ جي چوڌاري نوابن ۽ خاص ماڻهن جا ٽنڊا هئا. الهندي طرف گدوءَ جو ٽنڊو يا گدوبندر بدستور موجود آهي. جهانيان پوٽه ساداتن مان سيد ويڌل شاهه اصل شاهپور جهانيان (تعلقو مورو) جو رهندڙ هو صفا اولهندي طرف، ٽڪر جي هيٺان ٽنڊو جهانيان آباد ڪيو. ٽنڊي جهانيان جي اوريان ڏکڻ طرف ۽ گدو واري رستي کان اتر طرف چانگ قبيلي مان هڪ مرداني عورت مائي ماهڻ جي نالي پويان 'مائي ماهڻ' جو ٽنڊو مشهور ٿيو. اهو علائقو هاڻي ڊفينس ۾ ليکجي ٿو. مٿي ٽڪر تي يونيورسٽيءَ جي اولهه طرف 'ميدن پرئي' جي مقبري کان وٺي



ڪچو قلعو

ڪليڪٽريءَ تائين وزيراعظم نواب ولي محمد خان لغاريءَ جو ٽنڊو نواب ولي محمد' آباد هو انگريزن جي قبضي بعد اها آبادي موجوده ٽنڊي ولي محمد واريءَ جاءِ تي منتقل ڪئي وئي. هيٺ ڏکڻ طرف مير غلام حسين خان ٽنڊو غلام حسين هڏو. قلعي ۽ شهر کان اوڀر طرف مير محمود خان جي حويلين ۽ اوطاقن پويان ٽنڊو مير، مير محمود قائم ٿيو. ان جي اتر طرف حڪيم ۽ وزير آغا اسماعيل شاهه ۽ سندس اولاد جي پاڙي جي نالي پويان 'ٽنڊو آغا' قائم ٿيو اتان موجوده ريلوي کان ڏکڻ طرف محمد يوسف خدمتگار ٽنڊو يوسف هڏو. ٽنڊي مير محمود خان جي اولهه ۾ طيب خذمتگار ٽنڊو طيب هڏو. نواب محمد خان ٽالپر جي نالي پويان قليليءَ جي اوڀرندي طرف ٽنڊو ٺوڙهو مشهور ٿيو مير شهداد خان جي ماڻهو الهداد چنڊ، سندس ڳوٺ نسبتن پوئين دور ۾ هڏو. ساڳيءَ طرح اولهندي پاسي ٽنڊو مير نور محمد خان به پوئين دور ۾ هڏايو ويو.

اهو سمورو ٽالپوري عهد ۾ حيدرآباد شهر ۽ ان جي چوڌاري آباديءَ جو خاڪو آهي. ٽالپر دور جي خاتمي بعد مير عبدالحسين خان ’سانگيءَ‘ جي مجلس شاعرن ۽ اديبن سان سينگاريل رهي. ٻاهرين شهر ۾ نئين سر هن سرزمين تي ادبي ذوق جاڳائڻ خاطر هتان جي توڙي ٻاهر جي شاعرن ۽ سخن سنج صاحبن کي هڪ جاءِ تي گڏ ڪري ادبي محفلن قائم ڪرڻ ۽ مشاعرن منعقد ڪرڻ جي سڀ کان اول ڪوشش غالباً مرحوم قاضي امام علي صاحب ڪئي. نواب جي چاڙهيءَ تي سندس اوطاقن 1870ع کان 1880ع واري عرصي ۾ خاص طرح انهن ادبي محفلن ۽ مشاعرن جو مرڪز هئي. قاضي صاحب وقت بوقت شهر جي شاعرن کي دعوت ڏيئي پاڻ وٽ گهرائيندڙ هو ۽ اتي نهايت دلچسپ مشاعرا ۽ شعر بازيون ٿينديون هيون. حيدرآباد جا هيٺيان شاعر انهن شاعرانہ مجلسن ۾ خاص حصو وٺندا هئا:

(1) آخوند ميان محمد قاسم مرحوم هالائي، (2) سيد فاضل شاهہ، (3) سيد غلام محمد شاهہ ’گدا‘، (4) مرزا عباس دهلوي ’خورشيد‘ جو حيدرآباد هاءِ اسڪول ۾ فارسيءَ جو استاد هوندو هو ۽ سنڌيءَ ۾ بہ چڱو شعر چوندو هو (5) حافظ عبدالله معذور، اصل ميرپور ساڪري تعلقي جو ويٺل، پر هن پنهنجي حياتيءَ جو وڏو حصو حيدرآباد ۾ گذاريو (6) آخوند محمد لقمان شيراڻي ’لقمان‘، (7) آخوند لطف الله شيراڻي ’لطف‘، (8) آخوند فقير محمد شيراڻي ’عاجز‘ ۽ (9) ميان محب علي ’محب‘ ناٿارو وغيره.



هوم اسٽيڊ هال، حيدرآباد

انهيءَ عرصي کان پوءِ هن شهر بہ وڏا انقلاب ڏٺا آهن. 1843ع ۾ چارلس نيپيئر ذريعي انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو. اهڙيءَ ريت انگريزن جي قبضي ۽ ورهاڱي جهڙيءَ طرح هتان جي نيڪي، اخلاق، تمدن، روايتن ۽ ثقافتي سطح تي جيتري قدر ڦيرو آندو، اوترو ئي حيدرآباد شهر جي در و ديوار کي تبديل ڪيو. انگريزن جي قبضي بعد حيدرآباد، حڪومت جو تختگاهہ نہ رهيو هتان جا حڪمران قيد ٿي وڃي ڪلڪتي ۽ ٻين شهرن ۾ قيد جا ڏينهن ڪاٽڻ لڳا ۽ پويان قلعي واريون جايون ڦٽي ويون. حاڪمن جي وڃي ڪان پوءِ نواب ۽ خدمتگار پڻ ڏڪجي پيا. هتان جا عالم ۽ اديب، آخوند ۽ طبيب ڏتڙجي ويا. نئين دور ۾ نوان قانون ۽ نوان لاڙا پيدا ٿيا. پراڻيءَ آباديءَ مان فقط هندو عامل ۽ ڀائيبند اوچ کي پهتا ۽ سندن دولت سبب نيون جايون ۽ نوان پاڙا وڌيا. ڏکڻ طرف هيرآباد جو علائقو آباد ٿيو ڌماڪي سبب قلعي جي ڏاکڻي پاسي کان ڊهي ويل حصي وٽان نئين آبادي ٿي جنهن ۾ هينئر ٽي نمبر تلاءَ، الله داد چنڊ ڳوٺ ۽ ان جي آس پاس وارو علائقو شامل آهي. اولهندو ڪچو ۽ صدر، ٻئي نوان علائقا آباد ٿيا. هن هنڌ تان قديمي واهہ ڦليلي وهي ٿو سرڪاري آفيسون، اسڪول، اسپتالون ۽ ڪاليج نئين دور جي ترقيءَ جا نشان بڻيا. حيدرآباد جو شهر ريلوي ذريعي لاهور ۽ بمبئي سان ڳنڍجي ويو.

انگريزن جي زماني ۾ 15 فيبروري 1906ع تي آچر جي رات ساڍي ائين وڳي پڪي قلعي ۾ اوچتو ٻہ ڌماڪو ٿيو جنهن سبب شهر جون ڪيترين



سنڌ ميوزيم

ئي عمارتون پٽ پئجي ويون. ڪيئي ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا، جنهن تي حيدرآباد جي ’ڪليڪٽر‘ ٿيل نقصان جي ڀورائي لاءِ ماڻهن کي سوا لک رپيا معاوضو ادا ڪيو. چئن ڏينهن جي لاڳيتي ڪوشش کان پوءِ آخرڪار باهہ کي وسائي، بچيل بارود کي درياهہ ۾ لوڙهيو ويو ڌماڪي سبب جاين سان گڏ شاهي مسجد کي پڻ ڪافي نقصان پهتو. ان واقعي کان پوءِ برطانوي فوج کي قلعي کان ٻاهر ڪڍي موجوده ڇانوڻيءَ ۾ آباد ڪيو ويو. بعد ۾ قلعي جي ڊهي ويل پاسي نيون جايون جوڙايون ويون. هندو عامل ۽ ڀائيبند، جن هن شهر کي اوج بخشيو تن ورهاڱي سبب هيءُ شهر خالي ڪيو ۽ سندن جاءِ اچي مهاجر آباديءَ والاري. 1947ع کان پوءِ حيدرآباد جي آدمشماريءَ ۾ گهڻو اضافو ٿيو آهي. پڪي قلعي ۾ رهندڙ ماڻهن جي منتقليءَ لاءِ نئين وسنديءَ طور هتي لطيف آباد جو علائقو آباد ڪيو ويو. 1988ع وارن لساني فسادن دوران حيدرآباد پڪي قلعي ۾ قائم قديم نوادرات جو ميوزم



حيدر چوڪ

سڙي ويو. فسادن ڪانپوءِ سنڌي آبادي پراڻي شهر جي ڪن علائقن کي خيرباد چئي نيون بستيون وسايون. اڄ کان 25 سال ڪن اڳ ’قاسم آباد‘، سحرش نگر نالي نين وسندين جو واڌارو ٿيو هن وقت بہ حيدرآباد شهر ۾ تيزيءَ سان نيون ڪالونيون قائم ٿي رهيون آهن.

حيدرآباد کي سنڌ جي اهم ضلعي هيڊ ڪوارٽر جي حيثيت حاصل رهي آهي. 2008ع کان اڳ مٽياري، ٽنڊو الهيار ۽ ٽنڊو محمد خان (هاڻوڪا ضلعا) به هن ۾ شامل هئا. پر پوءِ اهي الڳ الڳ ضلعا ٺاهيا ويا. ضلعي حڪومت حيدرآباد جي انگن اکرن موجب شهر جي آبادي 2 لک کان وڌيڪ آهي. جڏهن ته وڪيپيڊيا موجب ان شهر جي آبادي 3034890 آهي. حيدرآباد جي ڪل پکيڙ 3198 چورس ڪلو ميٽر آهي. حيدرآباد ضلعي ۾ ڪل چار تعلقا آهن: (1) حيدرآباد شهر، (2) حيدرآباد ٻهراڙي، (3) لطيف آباد ۽ (4) قاسم آباد. 1958ع ۾ ٺٽو به هن ضلعي سان شامل هو جڏهن ته بدين کي 1970ع ۾ الڳ ضلعو ٺاهيو ويو. هتي مسلمان 86 سيڪڙو، هندو 12.02 سيڪڙو، عيسائي 1.75 سيڪڙو، احمدي 013 سيڪڙو ۽ ٻين مذهبن وارا 0.10 سيڪڙو رهن ٿا. حيدرآباد شهر ۾ سنڌي ڳالهائيندڙن جو تعداد 60 سيڪڙو، جڏهن ته اردو ڳالهائيندڙن جو تعداد 27 سيڪڙو، پنجابي 5.2 سيڪڙو پشتو 2.78 سيڪڙو، بلوچي 1.20 سيڪڙو سرائيڪي 0.96 سيڪڙو آهي.

هيءُ شهر هوائن ۽ منگهن جي ڪري مشهور رهيو آهي، ڇا ڪاڻ جو ورهاڱي کان اڳ جي نهيل عمارتن جي نهيل ڇتين تي منگهه هوندا هئا، جنهن مان تازي هوا ايندي هئي، جن جا خاص نمونا اڄ به هيرا آباد واري علائقي ۾ نهيل جڳهين تي خوبصورتيءَ جو منظر پيش ڪن ٿا. حيدرآباد جا قديم پاڙا سوڙها ۽ ڳتيل هئا. پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ جديد تعميرات ۾ تبديلي آئي آهي. نئين آباديءَ ۾ لطيف آباد، قاسم آباد، وحدت ڪالوني، ٻئراج ڪالوني، پٺائي نگر، پٺائي ٽائون، سٽيزن، گلستان سجاد ۽ سائيٽ جا علائقا شامل آهن. هن وقت حيدرآباد جو نئون شهر 'حيدرآباد نيو سٽي' جي نالي سان هٽڙي باءِ پاس جي لڳو لڳ آباد ٿي رهيو آهي.



راڻي باغ لڳ عيدگاهه

**صنعتون:** پاڪستان قائم ٿيڻ وقت هتي ڪي ننڍا ننڍا ڪارخانا هئا، پر هن وقت هيءُ شهر هڪ وڏي صنعتي مرڪز جي حيثيت حاصل ڪري چڪو آهي. هتي چوڙين، سيمينٽ، ڪپڙي، ڪاسميٽڪس، پلاسٽڪ، اجرڪ سازي، رنگ سازي،شيشي سازي، بناسپتي گيهه، چمڙي، صابڻ، پني، پلاسٽڪ، چيني جي ٿانون ٺاهڻ،چمڙي، فرنيچر سازي ۽ جتين جا وڏا ڪارخانا آهن. ان ڪانسواءِ غاليچن ٺاهڻ ۽ ٻئي هٿ جي هنرجو ڪم به هتي جي صنعت ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو حيدرآباد چوڙين ٺاهڻ جي صنعت ۾ ملڪ ۾ پهرئين نمبر تي آهي. تازو هتان گئس جا تمام وڏا ذخيرا هٿ ڪيا ويا آهن. حيدرآباد زرعي پيداوار جي لحاظ کان نهايت اهم آهي. هتي دالين، چانورن، ميون ۽ ڪپهه وغيره جا فصل ٿين ٿا.

**تعليمي ادارا:** تعليمي لحاظ کان به هيءُ شهر نمايان رهيو آهي. هن وقت شهر ۾ خاص طور هيٺيان تعليمي ادارا قائم آهن: سنڌ يونيورسٽي (ايلسا قاضي ڪئمپس: 1951ع)، سنڌ لا ڪاليج، ٽريننگ ڪاليج، گورنمينٽ هاءِ اسڪول نمبر 1، گورنمينٽ سچل سرمست آرٽس ۽ ڪامرس ڪاليج، اسرا يونيورسٽي، پريسٽن يونيورسٽي، الخير يونيورسٽي، علامه اقبال اوپن يونيورسٽي، زبيسٽ




گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد جو مئن گيٽ

ڪاليج، پبلڪ اسڪول، سنڌ هوميوپيٿڪ ميڊيڪل ڪاليج، پولي ٽيڪنيڪل ڪاليج، وومين ووڪيشنل ٽريننگ سينٽر، نور محمد هاءِ اسڪول، مسلم سائنس ڪاليج، سنڌ يونيورسٽي لا ڪاليج، نذرت گرلز ڪاليج، گورنمينٽ زبيده ڪاليج، گورنمينٽ ڪالي موري ڪاليج، فائونڊيشن پبلڪ اسڪول وغيره. حيدرآباد ۾ هائير سيڪنڊري بورڊ سميت ٻيا به ڪيترائي خانگي توڙي سرڪاري تعليمي ادارا موجود آهن.

**صحت مرڪز:** لياقت ميڊيڪل ڪاليج اسپتال، اسريٰ اسپتال، راجپوتانا اسپتال، آغا خان هيلٿ سينٽر پٺائي اسپتال،الله بچايو ميمڻ اسپتال، نسيم ميڊيڪل سينٽر، محمود اسپتال، غني اسپتال، عباسي اسپتال، اکين جي اسپتال، سي. ايم. ايڇ. اسپتال، هلال احمر اسپتال، جيجل ماءُ اسپتال، عاصم ڪلنڪ، مهراڻ ڪلينڪ ۽ ٻيا ڪيترائي مرڪز صحت جي شعبي ۾ پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيئي رهيا آهن.

**حيدرآباد ۾ شهر جون مشهور چاڙهيون:**

**ڏتل شاهه يا ٻه قبر واري چاڙهي:** حيدرآباد ۾ قلعي جي اوڀرندي طرف بخاري سادات مان هڪ بزرگ ڏتل شاهه بخاري جو مقبرو آهي، جنهن سبب هن چاڙهيءَ جو نالو ڏتل شاهه پيو. پوءِ هتي ٻه قبرون وجود ۾ آيون، جن جي باري ۾ متضاد ڳالهيون ٻڌجن ٿيون. ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي ته اهي پاڪستان جي وجود کان ڪيترائي سال پوءِ ٺهيون. پهرين صرف اتي مٽي جو ڍڙو هوندو هو جڏهن ته ڪجهه روايتن موجب هتي مٽيءَ جون ٻه قبرون ٺهيل هيون. جن جي ماپ عام قبرن کان ننڍي هئي. هاڻي اهي قبرون پڪيون جوڙيون ويو آهن. انهيءَ سبب هن چاڙهيءَ جو نالو ٻه قبر واري چاڙهي سڏجي ٿو.

**ٽوڙها چاڙهي:** مير مراد علي ٽالپر جي اميرن مان (مير فتح محمد خان جو پٽ) نواب خير محمد خان کي گنجو هجڻ سبب ٽوڙهو چيو ويندو هو ۽ هي انهيءَ چاڙهيءَ جي اترئين طرف رهندو هو ان ڪري ان چاڙهيءَ جو نالو ٽوڙها چاڙهي پيو ٽنڊو ٽوڙهو به انهيءَ ٽالپر جي نالي سان مشهور آهي. هن وقت حيدرآباد جي هي چاڙهي فقير جي پڙ واري چاڙهيءَ جي نالي سان مشهور آهي.

**هوم اسٽيڊ هال چاڙهي:** انگريز دؤر جي مشهور سرجن هوم اسٽيڊ جي خدمتن جي مڃتا طور حيدرآباد جي رهواسين ويهين صديءَ جي ڀِڙئين ڏهاڪي ۾ هڪ هال جوڙايو هو. جيڪو هن وقت به قائم آهي ۽ هن هال ۾ ميونسپالٽيءَ جون آفيسون آهن. هن چاڙهيءَ کي هوم اسٽيڊ هال جي ڪري، هوم اسٽيڊ چاڙهي سڏيو ويجي ٿو. هن چاڙهيءَ تي حيدرآباد جي خوبصورت عمارت 'مکي محل' به واقع آهي، جتي هاڻي چوڪرين جو اسڪول قائم ڪيو ويو آهي.

**پائي خان جي چاڙهي:** هيءَ چاڙهي تلوارون ۽ ٻيا جنگي اوزار ٺاهيندڙ پائي خان جي نالي سان مشهور آهي.

**پڪا پير چاڙهي:** هيءَ چاڙهي، ڪوه نور پلازه کان ريشم گهٽيءَ تائين پکڙيل آهي. هن جي اولهندي حصي ۾ پڪا پير جي مزار آهي، جنهن ڪري هن جو نالو پڪا پير چاڙهي پيو. هن مزار جي پرسان اڳ ۾ هڪ جيل خانو هوندو هو جنهن ۾ ميان سرفراز ڪلهوڙي کي قيد ڪيو ويو ۽ پوءِ ڪيس اتي ئي شهيد ڪيو ويو. هاڻي ان جاءِ جي پرسان ليڊي ڊفرن اسپتال قائم آهي.

**بوچالو شاهه جي چاڙهي:** حيدرآباد شهر ۾ اين. ٽي. هوپفل اسڪول جي پرسان هڪ چاڙهي مٿي وڃي ساٽي پاڙي تائين پهچي ٿي، جتي بوچالو شاهه جي مزار آهي. حيدرآباد جا رهواسي هاڻي ان کي بچل شاهه جي چاڙهي به ڪري سڏين ٿا.

**چوڙيڪي گهٽيءَ واري چاڙهي:** هي چاڙهي حيدرآباد جي مشهور بازار آهي، جتي ڏينهن ۾ هزارين ماڻهو خريداري ۽ وڪري لاءِ اچن ٿا. هي چاڙهي چوڙيڪي گهٽي واري چاڙهي جي نالي سان ئي مشهور آهي.

**سومرا چاڙهي يا زبيده ڪاليج واري چاڙهي:** هي چاڙهي زبيده ڪاليج کان هيٺ پناڻ ڪالونيءَ تائين آهي، جيئن ته سومرا قاسم چوڪ جي ويجهو رهندا هئا، اهي هن چاڙهيءَ تي ايندا ويندا هئا، جنهن ڪري هن چاڙهيءَ جو نالو سومرا چاڙهي پيو پر هاڻي چوڪرين جي ڪاليج هئڻ ڪري هن کي زبيده ڪاليج واري چاڙهي به سڏيو وڃي ٿو.

**حر ڪئمپ واري چاڙهي:** حيدرآباد ۾ ڪلهوڙن جي مزار جي ويجهو هيٺئين طرف هڪ چاڙهي آهي، جنهن کي حر ڪئمپ چاڙهي سڏيو وڃي ٿو.

**هوائي اڏي واري چاڙهي:** هيءَ چاڙهي لطيف آباد نمبر 10 جي آخر ۾ لطيف آباد نمبر 11 جي شروعات وٽ آهي، اها چاڙهي گنجي ٽڪر طرف وڃي ٿي، ان کي هوائي اڏي واري چاڙهي سڏيو وڃي ٿو.

**مرشد آباد واري چاڙهي:** هي چاڙهي ٽنڊي محمد خان روڊ تي سائيٽ ٿاڻي کان ٿورو اڳتي ساڄي طرف مٿي چڙهي ڪسٽم هائوس طرف وڃي ٿي، ان کي مرشد آباد واري چاڙهي سڏيو وڃي ٿو.

**چيتل يا چتيل هميراڻي چاڙهي:** هيءَ چاڙهي ڪلاٿ مارڪيٽ جي سامهون حافظ مبارڪ اسپتال جي پرسان آهي، هتي ڪنهن وقت هميراڻي قبيلي جا ماڻهو رهندا هئا، ان ڪري هي چيتل ۽ چيتل هميراڻي جي نالي سان مشهور آهي. هنن چاڙهين ڪانسواءِ سخي پير چاڙهي، هيمونءَ جي چاڙهي، ڪاري موريءَ واري چاڙهي، قدم گاهه مولا علي واري چاڙهي، عيد گاهه چاڙهي، هل ٽاپ چاڙهي، جشمخانه واري چاڙهي، ڪاف ڪاٺ واري چاڙهي، وغيره قابلِ ذڪر آهن. شهر ۾ حيدر چوڪ، قاسم چوڪ ، پونم پيٽرول پمپ چوڪ، گدو چوڪ، الله والا چوڪ وغيره نالن سان مکيه چوراها آهن.

**ريڊيو پاڪستان حيدرآباد:** حيدرآباد ۾ ريڊيو اسٽيشن جي قيام لاءِ 1951ع کان ڪوشش ڪئي وئي ۽ 1954ع کان باقائده نشريات جو آغاز



ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي موجوده بلڊنگ

ٿيو پهريان هوم اسٽيڊ هال مان پروگرام نشر ٿيندا هئا، اڳتي هلي هاڻوڪي جنرل پوسٽ آفيس سامهون ريڊيو اسٽيشن جي عمارت جڙي. هتي ايف ايم 101 جي نشريات به گذريل ڏهن سالن کان هلي رهي آهي. ان ڪانسواءِ نجي ايف. ايم چئنل سچل 105 جي نشريات به حيدرآباد ۽ پسگردائي ۾ ٻڌي وڃي ٿي.

1951ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ کي ڪراچيءَ مان حيدرآباد منتقل ڪيو ويو، هاڻوڪي اولڊ ڪئمپس واري عمارت ۾ يونيورسٽيءَ جو آغاز ٿيو بعد ۾ 1961ع ڌاري ڄامشوري ۾ وسيع ايراضيءَ تي هيءَ عظيم درسگاهه منتقل ڪئي وئي.

**علمي ادبي ادارا:** سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت کي نروار ڪرڻ لاءِ هتي صوبائي سنڌ ميوزم قائم ڪيل آهي، جيڪو راڻي باغ پرسان قومي شاهراهه تي واقع آهي. سنڌ ميوزيم سان گڏوگڏ ڊاڪٽر دائود پوٽه لائبريري ۽ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جون عمارتون به واقع آهن. 1951ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي پهرين آفيس به حيدرآباد ۾ قائم ٿي هئي، جنهن بعد سنڌ ۾ ادبي ۽ تاريخي اشاعت کي هٿي ملي، ادبي بورڊ هاڻي ڄامشوري ۾ واقع آهي. هتي سنڌي ادب کي فروغ ڏيندڙ پبليشنگ ادارا، روشني پبليڪيشن، سنڌي ساهت گهر



سنڌي لئنگئيج اٿارٽي

ڪويتا پبليڪيشن، سورج پرنٽرز سميت ڇپائيءَ جا انيڪ ادارا قائم آهن. مشهور ديني عالم مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي ڪوشش سان حيدرآباد ۾ شاهه ولي الله شاهه اڪيڊمي به قائم ٿي.

سنڌي اخبارون: حيدرآباد ۾ نڪرندڙ روزاني اخبارن ۾ 'عبرت'، 'ڪاوش'،




'مهراڻ'، 'سنڌ'، 'تعمير سنڌ'، 'ڪوشش'، 'هلچل'، 'سچ'، 'سنڌو'، 'خادم وطن'، 'برسات'، 'شڪار'، 'نواءِ سنڌ'، 'شام'، 'سوڀ' ۽ 'ڳراف' سميت ٻيون ننڍيون وڏيون سنڌي ۽ اردو اخبارون شامل آهن. راندين لاءِ هتي بين الاقوامي طرز جو راندين وارو گرائونڊ نياز اسٽيڊيم، ڊي سي ڊي گرائونڊ، پولو گرائونڊ، واپڊا گرائونڊ واقع آهن. حيدرآباد ۾ ريلوي اسٽيشن ۽ هڪ هوائي اڏو پڻ واقع آهي. ايئر پورٽ ڪجهه عرصو بند رهڻ بعد ٻيهر شروع ڪيو ويو آهي. شهر ۾ خانگي ٽرانسپورٽ لاءِ ٻه وڏا بسن وغيره جا اڏا: 'ڪرا پڙي اسٽاپ' ۽ 'بدين اسٽاپ' آهن. جتان سنڌ جي مڙني شهرن توڙي ملڪ جي ڇئني صوبن لاءِ خانگي روڊ ٽرانسپورٽ هلي ٿي. هن شهر کي ڪوٽڙي بئراج، ڄامشوري ۽ ڪوٽڙي شهرن سان ڳنڍي ٿو. ماڻهن جي سير ۽ تفريح لاءِ 'راڻي باغ' کي پڻ ڪافي اهميت حاصل آهي. هيءُ باغ شهري حڪومت جي انتظام هيٺ آهي. هيءُ باغ اٽڪل 80 ايڪڙن تي مشتمل آهي.

حيدرآباد جي تاريخ ۽ جاگرافي بابت ڪيترائي ڪتاب پڻ شايع ٿيا آهن. قمر الدين بوهري جو حيدرآباد بابت پي. ايڇ. ڊي مقالو پڻ شايع ٿيل آهي ان ڪانسواءِ حسين بادشاهه ۽ عشرت علي خان پڻ حيدرآباد جو تاريخي ۽ سماجي منظر نامو ڪتابي صورت ۾ سهيڙيو آهي. جڏهن ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پڻ حيدرآباد تي جامع مقالو پڻ ڇپيل آهي ان ڪانسواءِ پيرومل آڏواڻي، مرزا حبيب الله، قمر جهان مرزا ۽ نور محمد ڀٽي پڻ حيدرآباد تي تحقيقي مواد پيش ڪيو.

**حيدرآباد** (ڪتاب): حيدرآباد شهر جي تفصيلي تاريخ تي مشتمل ڪتاب جو ليکڪ عشرت علي خان آهي. ليکڪ اصل ۾ هيءُ ڪتاب اردوءَ ۾ لکيو هو. جنهن کي نئين ٿهيءَ جي ليکڪن عنبرين هيسباڻي ۽ آڪاش سنتورائي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي.




ڪتاب کي هيٺئين ريت نون بابن ۾ ورهايو آهي (1) 'حيدرآباد شهر جي بنياد پوڻ'، 'ڪلهوڙن'، 'ٽالپرن' ۽ 'انگريزن' بابت معلومات، (2) 'حيدرآباد جي جاگرافي'، 'پلن'، 'بئراجن'، 'واهن'، 'ڍنڍن'، 'تلائن' ۽ 'ڦليلي واهه' بابت ڄاڻ، (3) حيدرآباد جي علائقن، 'ٽنڊي ٺوڙهي'، 'ٽنڊي آغا'، 'ٽنڊي مير محمود'، 'ٽنڊي يوسف'، 'ٽنڊي ولي محمد'، سميت مختلف پاڙن، ڳوٺن، چاڙهين، گهٽين ۽ پراڻين عمارتن بابت ڄاڻ، (4) حيدرآباد شهر جي سماجيات بابت، (5) حيدرآباد شهر جي ثقافت، (6) حيدرآباد جي 'قديم مسجدن'، 'عبادتگاهن'، 'امام بارگاهن'، 'مندرن'، 'گرجا گهرن'، 'قبرستانن'، 'شمشان گهاٽن'، 'مزارن' ۽ 'پڙن' بابت، (7) حيدرآباد شهر جي 'علم و ادب' بابت. (8) حيدرآباد جي معيشت بابت ڄاڻ ۽ (9) حيدرآباد شهر جي تقريباً سئو نامور شخصيتن جو احوال. ڊيمي سائيز ۾ چار رنگي ٽائيٽل سان 422 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 400 رپيا ڄاڻايل آهي. هن ڪتاب جو هيءُ سنڌي ترجمو ادراڪ پبليڪيشنز پاران 2009ع ۾ شايع ٿيل آهي. جڏهن ته اردو ڪتاب جو پهريون ڇاپو ادراڪ پبليڪيشنز طرفان 2002ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 2006ع ۾ شايع ٿيو.

**حيدرآباد 47 ڪلوميٽر** (ڪتاب): هيءُ نامور ڪهاڻيڪار زيب سنڌيءَ جي ڪهاڻين جو چوٿون مجموعو آهي. جنهن ۾ سندس 6 ڪهاڻيون شامل آهن.




ڪتاب جو مهاڳ، ليکڪ خود لکيو آهي، جڏهن ته ڪتاب ۾ پهريون فليپ ماهتاب محبوب ۽ ٻيو فليپ اياز گل لکيو آهي. ڪتاب جي ٻئڪ ٽائيٽل تي غلام نبي مغل جون سٽون تحرير ٿيل آهن. ڪتاب ۾ زيب سنڌيءَ جي مشهور فينٽيسي 'ڊانسنگ گرل' ۽ سنڌي ادب جي پهرين مسٽري اسٽوري به شامل آهن. هي ڪتاب سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم، حيدرآباد 2010ع ۾ ڇاپيو آهي. پڪي جلد واري ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ 128 صفحا شامل آهن ۽ ان جي قيمت 150 روپيا آهي.

**حيدرآباد جنرل لائبريري**: هيءُ لائبريري انگريزن جي دور حڪومت دوران 1872ع ۾ انگريز آفيسرن ۽ حيدرآباد ۾ رهندڙ انگريزن کي پڙهڻ جون سهولتون ميسر ڪري ڏيڻ لاءِ قائم ڪئي هئي. شروع ۾ هيءُ لائبريري "ٽريولرز بنگلي" ۾ واقع هئي. لائبريريءَ جو انتظام ميونسپالٽيءَ جي حوالي هوندو هو هن لائبريريءَ لاءِ عام ماڻهو به چندو ڏيندا هئا ۽ حڪومت پاران گرانٽ به منظور ٿيل هئي. شروعاتي زماني ۾ هن لائبريريءَ ۾ سٽن هزارن ڪتابن جو ذخيرو هو پر ورهاڱي ڪانپوءِ هيءُ لائبريري پنهنجو وجود وڃائي ويٺي.

**حيدرآباد جو اڳيون اوج** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب پروفيسر ڊاڪٽر حبيب الله مرزا جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ حيدرآباد جي تاريخ، رسمون رواج، تاريخي




واقعا ۽ حڪايتون درج آهن. ڪتاب کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرئين ڀاڱي ۾ 8 باب: (1) حيدرآباد شهر بابت هڪ مختصر تحقيق، (2) حيدرآباد شهر جا رستا بازاريون، چونڪ، چاڙهيون، ڳوٺ، مقام ۽ باغ، (3) حيدرآباد جا هندو، (4) هندن جا ڏڻ ملهائڻ جهڙا ڏينهن، (5) حيدرآباد جي هندن جا سنلسا، تواتا ۽ قبيون وغيره شامل آهن. ڀاڱي ٻئي ۾ حيدرآباد ۾: (1) عجيب رسمون ۽ عقيدا، (2) علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ سان ملاقات، (3) گول پارڪ، (4) اُستي محمد هاشم جو حج وغيره جهڙا مضمون شامل آهن. هن ڪتاب جي ڀاڱي ٽئين ۾ 9 باب شامل آهن،

جن ۾: (1) انگريزن جي دؤر واريون ڳالهيون. (2) عجيب قسم جون ڳيون ۽ چالاڪيون. (3) چند تاريخي واقعا. (4) پاڪستان جي قيام کان پوءِ مهاجرن جو حيدرآباد ۾ اچڻ ۽ انهن جون عجيب حرڪتون وغيره شامل آهن. هيءَ ڪتاب 2009ع ۾ روشني پبليڪيشن ڇپائي پڌرو ڪيو. 344 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 250 روپيا آهي.

**حيدرآباد جي تاريخ** (ڪتاب): حيدرآباد جي تاريخ تي مشتمل هيءَ ڪتاب سنڌيءَ جي نامور ترجمي نگار حسين بادشاهه سهيڙيو آهي، جنهن ۾ ناميارن ليکڪن: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، چارلس نيپيئر، ڊاڪٽر ممتاز پٺاڻ، نائون مل هوتچند، ڊاڪٽر جيمس برنس، جيمس مئڪمرڊو، ڪيپٽن ايسٽوڪ، علي حامد ڪوفي، پرمانند ميوارام، ڏيارام گدومل، ڊاڪٽر حبيب الله مرزا، رضا علي عابدي وغيره جا مضمون شامل آهن. ڪتاب ۾ حيدرآباد جي تاريخ ۽ شخصيتون، حيدرآباد جا ڪوٽ ۽ قلعا، حيدرآباد جون سماجي، سياسي ۽ اقتصادي حالتون، حيدرآباد جا قديم آثار، حيدرآباد جي واقعاتي تاريخ، حيدرآباد ۾ پليگ جا هاچا، حيدرآباد جا فنڪار، ميلا ۽ ملاکڙا ۽ ٻيا مضمون شامل آهن. هيءَ ڪتاب 2000ع ۾ روشني پبليڪيشن ڪنڊياري ڇپائي پڌرو ڪيو. 669 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت 350 روپيا آهي.

**حيدرآباد جي مختصر تاريخ** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب حيدرآباد جي تاريخ تي مشتمل آهي، جنهن ۾ مختلف ليکڪن حيدرآباد جي مختلف علائقن ۽ ادارن بابت هيٺين موضوعن تي لکيو آهي: حيدرآباد قلعي جي اڏاوت، مولا علي جا قدم، ايلي گهاٽ، ٽنڊو يوسف، حيدرآباد ۾ پوليس کاتي جو قيام، تعليمي ادارا، سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن، سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو، صحت کاتو، حيدرآباد جون مسجدون ۽ حيدرآباد جا مندر. ڪتاب کي نور محمد ٻٽي مرتب ڪيو آهي. هي ڪتاب مارچ 2010ع ۾ سچ پبليڪيشن حيدرآباد شايع ڪيو آهي. ڪچي جلد سان، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪُل 65 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 30 روپيا آهي.




**حيدرآباد دکن**: حيدرآباد دکن هندستان جو اهم شهر آهي، ورهاڱي کان اڳ هن شهر کي رياست جو درجو حاصل هو. ورهاڱي کانپوءِ هن رياست کي هندستان ۾ شامل ڪيو ويو. هن رياست کي هندستان ۾ شامل ڪرڻ کان اڳ آصفيه سلطنت چيو ويندو هو انهيءَ سلطنت جو بنياد 1136هه بمطابق 1748ع ۾ مغليه سلطنت جي آخري دور ۾ آصف جاهه نالي مغل گورنر رکيو. ان وقت اها سلطنت نربدا نديءَ کان ترچنا پلي ۽ ڪوڪن کان مدراس تائين پکڙيل هئي. هندستان تي انگريزن جي قبضي کان گهڻو عرصو پوءِ به هن رياست جو انتظام آصف جاهه جي هٿ هيٺ رهيو. انگريزن آهستي آهستي آصف جاهه سان رابطا ۽ بهتر تعلقات قائم ڪيا. جڏهن فرينچن مدراس فتح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته انگريزن آصف جاهه کي مدد جي اپيل ڪئي. آصف جاهه جي وفات کان پوءِ سندس پٽ مظفر جنگ حيدرآباد دکن جو حڪمران ٿيو. پر اندروني انتشار سبب فسادين کيس قتل ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ آصف جو ٻيو پٽ صلابت جنگ 1751ع ۾ هندستان جو حڪمران ٿيو. سندس دور ۾ فرينچ ڪافي عروج حاصل ڪري چڪا هئا. هن دور ۾ مرهٽن رياست اندر پنهنجي طاقت ظاهر ڪري رياست جي وڏي حصي تي قبضو ڪيو. ان ئي دور ۾ يورپ جي سياست پلٽو کاڌو ۽ فرانس جو اثر رسوخ ختم ٿيڻ سان انگريزن جو عروج شروع ٿيو. 1761ع ۾ صلابت جنگ کي سندس ئي وزيرن قيد ڪري آصف جاهه جي چوٿين پٽ نظام علي خان کي تخت تي ويهاريو. هن آصف جاهه ثانيءَ جي نالي سان حڪومت ڪرڻ شروع ڪئي. انهيءَ زماني ۾ احمد شاهه ابداليءَ پاڻيپٽ جي ميدان ۾ مرهٽن جي


حيدرآباد دکن شهر جو هڪ منظر

قبضي ۾ آيل علائقن کي ٻيهر پنهنجي رياست ۾ شامل ڪيو. هن جي انتقال کان پوءِ آصف جاهه ٽيون نواب سڪندر جاهه تخت نشين ٿيو. سندس دور حڪومت ۾ انگريزن رياست جي داخلي سياست ۾ پنهنجا قدم ڄمائي ورتا. جڏهن وزير ارسطو جي وفات ٿي ته هن مير عالم کي وزير مقرر ڪيو. ان وقت تائين رياست جو مالي نظام بگڙي ويو. اهڙيءَ صورتحال سبب آصف جاهه ثالث کي قرضن جي ضرورت پئي. حيدرآباد ۾ هڪ انگريز شاهوڪار 24 سيڪڙو وياج جي شرح تي قرض ڏيندو هو. هن ان کان قرض ورتو. نتيجو اهو نڪتو جو 1833ع تائين رياست جي ذمي هڪ ڪروڙ سورهن لک قرض واجب الادا ٿي چڪو هو. آصف جاهه ثالث کان پوءِ آصف جاهه چوٿون ناصرالدوله پنهنجي والد جي وفات کانپوءِ 1244هه 1829ع ۾ تخت تي وينو. هن چندرلال کي سندس عهدي تان هٽائي ڇڏيو. چاڪاڻ جو ان جي وزارت دوران رياست ٻن ڪروڙن جي مقروض ٿي چڪي هئي. هن سمورا اختيار پنهنجن هٿن ۾ ورتا ته انگريزن کي اها ڳالهه پسند نه آئي ۽ هنن کيس طرح طرح جون ڌمڪيون ڏيڻ شروع ڪيون. پوءِ قرض جي واپسيءَ جو مطالبو ڪيو ويو ۽ 36 لک ساليانو قسط مقرر ڪئي وئي. ناصرالدوله پنهنجي عزت بچائڻ ۽ قرض جي ادائگي لاءِ ڇهن مهينن جي مهلت گهري، پر انگريزن کيس مهلت نه ڏني. ان کان پوءِ هڪ معاهدي هيٺ مئي 1853ع ۾ برار

جو علائقو انگريزن جي عملداريءَ ۾ اچي ويو. 1851ع ۾ ناصرالدوله وفات ڪئي ته سندس جاءِ تي افضل الدوله آصف جاه (پنجون) تخت نشين ٿيو. جنگ آزاديءَ دوران حيدرآباد دکن تي انگريزن جو اثر رسوخ وڌندو ويو ۽ 27 مارچ 1859ع ۾ انگريزن رياست حيدرآباد دکن تي مڪمل قبضو ڪري ورتو. انگريزن جي صاحبيءَ ۾ حيدرآباد دکن تعليم جي ميدان ۾ اڳتي هئي. هتي 1878ع ۾ اعليٰ مغربي تعليم جو هڪ ڪاليج کوليو ويو، جنهن ۾ 1907ع ۾ پهريون ڀيرو اعليٰ مغربي تعليم جو آغاز ٿيو جنهنڪري مشرقي تعليمي نظام تباهه ٿيڻ شروع ٿيو. 1891ع کان 1906ع تائين دارالعلوم جي ترقي قرطبه ۽ بغداد جو منظر پيش ڪندي رهي، پر جڏهن 1907ع ۾ ان جو تعلق پنجاب يونيورسٽيءَ سان ختم ڪيو ويو ته ان جي ساک ختم ٿي وئي. ٻن سالن کان پوءِ حيدرآباد دکن ۾ هڪ جامعه قائم ڪرڻ جو منصوبو ناهيو ويو. جيڪا آخرڪار آصف جاه (ڇوٿين) مير عثمان عليءَ جي عهد ۾ قائم ٿي. جامع عثمانيه جي مڪمل ٿيڻ ۾ ٻارهن سالن جو عرصو لڳو. جامع ۾ درس تدريس جو ذريعو اردو زبان کي بڻايو ويو. انهيءَ لاءِ سڀ کان پهرين شعبو دارالتصنيف ۽ ترجمي جو قيام عمل ۾ آيو ۽ يورپي زبانن کي اردوءَ ۾ ترجمي جو ڪم شروع ٿيو. 1918ع ۾ جامع عثمانيه ۾ پهريون ڀيرو مئٽرڪ ۽ بي. اي جا امتحان 1922ع ۾ شروع ٿيا ۽ 1928ع تائين هن جامع ۾ ايم. اي تائين تعليم ڏيڻ جو سلسلو شروع ٿيو. سلطنت آصفيه جي زماني ۾ هتي جي حاڪمن شعر ۽ ادب جي سرپرستي ڪئي. ان دور ۾ جيڪي مشهور شاعر حيدرآباد دکن ۾ آيا، تن ۾ مرزا داغ دهلوي نمايان نظر اچي ٿو. پنڊت رتن ناٿ سرشار ۽ مولانا عبدالحڪيم شرر به پنهنجي زندگيءَ جو گهڻو وقت هن علائقي ۾ گذاريو.

جڏهن برطانوي راڄ ختم ٿيو ته ڀارت ۽ پاڪستان به الڳ ملڪ بڻجڻ وارا هئا، تڏهن 26 جون 1947ع تي رياست جي آخري نواب فرمان جاري ڪندي پڌرو ڪيو ته حيدرآباد رياست نه پاڪستان جي اسيمبليءَ جو حصو بڻجندي ۽ نه ڪو ڀارت جو. حيدرآباد رياست جي آخري نواب مير عثمان خان معاهدي مؤجب حيدرآباد کي آزاد رياست قرار ڏنو پر ڀارتي حڪومت قائم ٿيڻ بعد ان کي آزاد رياست تسليم نه ڪيو ويو ۽ سيپٽمبر 1948ع ۾ فوجي ڪارروائي ڪري ان کي هندستان ۾ ضم ڪيو ويو ۽ بعد ۾ وري رياست کي لساني بنيادن تي ٽن حصن ۾ ورهايو ويو. آنڌرا پرديش، مهاراشٽر ۽ ميسور- اهڙي طرح حيدرآباد دکن جي 232 سال تي مشتمل تاريخي حيثيت ختم ٿي وئي. حيدرآباد دکن ۾ اڪثريت مسلمانن جي آهي.

**حيدرآباد سنڌ لا ڪاليج لائبريري**: هيءَ لائبريري سنڌ لا ڪاليج، حيدرآباد ۾ 1960ع ڌاري قائم ٿي. ابتدا ۾ هي ڪاليج خانگي طور ڪم ڪندو هو جنهن کي پوءِ حڪومتي سرشتي هيٺ آندو ويو. ڪاليج ۾ قائم لائبريريءَ ۾ قانون جا ڪتاب موجود آهن، جن مان اڪثريت انگريزي ڪتابن جي آهي.

**حيدرآباد شهر-ٽالپرن جي دؤر ۾** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب، ٽالپرن جي دؤر ۾ حيدرآباد شهر جي حالتن تي لکيل نهايت ئي اهم تاريخي دستاويز آهي، جيڪو سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جي استاد ڊاڪٽر پروفيسر قمر جهان مرزا جو لکيل آهي. هيءَ ڪتاب ليکڪ جو پي. ايڇ. ڊي تي لکيل تحقيقي مقالو هو. هيءَ ڪتاب هيٺين چئن بابن ۾ ورهايل آهي: (1) حيدرآباد شهر جو تاريخي پسمنظر ۽ جاگرافي، (2) ٽالپرن جي حسب نسب جي مختصر تاريخ، (3) ٽالپر حاڪمن ۽ شهزادن جي مختصر سوانح حيات ۽ (4) ٽالپرن جي دؤر ۾ ملڪي انتظام ۽ حيدرآباد شهر جي اقتصادي حالت. هن ڪتاب ۾ حيدرآباد شهر ۽ ٽالپرن جي دور حڪومت تي ڀرپور علمي معلومات ڏنل آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو سال 1987ع ۾ امداد علي مرزا ٽنڊي آغا حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو. ڪچي جلد سان، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب ۾ ڪُل 152 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 25 رپيا آهي.

**حيدرآباد ناٽڪ منڊلي**: 1931ع ڌاري ناٽڪ جي فن سان چاهه رکندڙ حيدرآباد سنڌ جي شهرين هڪ منڊلي قائم ڪئي، جيڪا ’حيدرآباد ناٽڪ منڊليءَ‘ جي نالي سان مشهور ٿي. هن منڊليءَ ۾ ان وقت جي مشهور سنڌي شاعر ليکراج عزيز جا ناٽڪ: ’ڪمار اجيت سنگهه‘، ’مسٽر مجنون‘، ’هار جيت‘ ۽ ’غريبان مار‘ اسٽيج ڪري وڏي مقبوليت ماڻي. هنن ڊرامن ۾ حصو وٺندڙن ۾ مکيه اداڪار مولچند ليلا رام سنگهه، آتو لعلواڻي ۽ پُڌو آڏواڻي هئا. هن منڊليءَ، برک اديب ۽ ناٽڪ ڪار محمد عثمان ڏيپلائيءَ جا مشهور ناٽڪ ’نورجهان جو پٽ‘، ’سچائي موڙي‘ ۽ ’ڪانگريس‘ ۽ ايل. ايل. ڏوڏيجا جو ناٽڪ ’شاديءَ جون هيڙيون‘ به اسٽيج تي پيش ڪيا هئا.

**حيدر بخش جتوئي**: (ڏسو: جتوئي، حيدر بخش، جلد ٽيون)

**حيدر بخش ’عزيز‘ گوپانگ**: شاعر ۽ اديب حيدر بخش ’عزيز‘ گوپانگ، 14 جولاءِ 1962ع تي ڳوٺ حاجي خان گوپانگ تعلقي ڪنڊياري ۾ ناميارى تعليمدان محمد صالح گوپانگ جي گهر ۾ جنم ورتو. پرائمري کان ڪاليج تائين هن سموري تعليم سانگهڙ مان حاصل ڪئي. 1986ع ڌاري هن سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي (سنڌي) جي ڊگري ورتي، جڏهن ته آغا خان ايجوڪيشن طرفان به هڪ ڪورس ڪيل اٿس.



’عزيز‘ گوپانگ اسڪول جي زماني کان ئي لکڻ شروع ڪيو. سندس شاعري ۽ مضمون ’گلن جهڙا ٻارڙا‘، ’گل ڦل‘ کان علاوه مختلف اخباري صفحن ۾ شايع ٿيندا رهيا. 1980ع کان پوءِ هن ’مهراڻ‘ ۽ ’نئين زندگيءَ‘ ۾ لکڻ شروع ڪيو 1983ع ۾ پنهنجي همعصر دوست ۽ شاعر معصوم سانگهڙائيءَ سان گڏجي سنڌ جي سيني شهرن ۾ ناٽڪ منڊليءَ جي بطور اسٽيج ناٽڪ پيش ڪيائين. اڳتي هلي هن روزاني ’ڪاوش‘ ۽ ’عبرت‘ اخبار ۾ باقاعدگيءَ سان ڪالم لکڻ شروع ڪيا. 1996ع ۾ جڏهن روزاني ’عبرت‘ جو ادبي مخزن ’بختاور‘ جاري ٿيو ته هي ان جو ايڊيٽر رهيو. ملازمت

جي سلسلي ۾ هن استاد طور ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو؛ ڪيڊٽ ڪاليج سانگھڙ؛ پبلڪ اسڪول ميرپورخاص وغيره ۾ فرض سرانجام ڏنا. آغا خان اسڪول، سلطان آباد ۽ ڪائونٽي ڪئمبرج گرلس ڪاليج جو پرنسپال به رهيو. هن وقت فاران آبادگار اسڪول، شيخ پرڪئي ۾ پرنسپال طور خدمتون ادا ڪري رهيو آهي. هي سنڌ ٽيڪسٽ بورڊ ۾ سبجيڪٽ اسپيشلسٽ به رهيو. جڏهن ته سرڪاري ليڪچررشپ ڇڏي علمي ادبي ڪم ۾ مشغول رهيو.

حيدر بخش ’عزيز‘ گوپانگ لغت جي ڪم تي به خاص ڌيان ڏنو. هن ذاتي محنت سان ڪيترين ئي ڊڪشنريون تيار ڪيون، جن ۾:

(1) Sindhica Concise English — Sindhi Dictionary,

(2) Sindhica Pictorial Dictionary,

(3) ’سنڌي- سنڌي-انگريزي لغت‘ پڻ اهم آهن.

سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) ’وصال جا آخري ڏينهن‘ (شاعري-2007ع)، (2) ’لشڪر دشمنان ۽ اڪيلي بينظير‘ (چونڊ ڪالم-2011ع)، (3) ’عمر اوئي اباڻن جا‘ (سوانحي خاڪا- 2011ع) شامل آهن.

هن وقت پاڻ حيدرآباد ۾ رهائش پذير آهي.

**حيدرپور** (ديهه): تعلقي ٺل جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پناهُه، غلام رباني، عبدالفتح ڪوسو، رضا محمد ٽانوري، حاجي ارسلان جکراڻي، سائين بخش جکراڻي، حاجي فيض محمد، محبت خان ڪوسو ۽ صوبو خان بنگلاڻي.

**حيدر چانڊيو** (ديهه): تعلقي ميرو خان جي هڪ ديهه جو نالو آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حيدر چانڊيو، خير محمد چانڊيو ۽ چڪ.

**حيدر خان** (فلم): نصر فلمز جي پيشڪش هيءَ رنگين سنڌي فلم 13 ڊسمبر 1985ع تي رليز ٿي. هن فلم جو موسيقار غلام علي، هدايتڪار يوسف نصر، پروڊيوسر اي. نذير ڪاوش هو. فلم ۾ وسيم، ريتا، رحمان، عائشه، امداد جويو، فتح محمد، اسد قريشي، صائمه ۽ جلال چانڊيو اداڪاري ڪئي. هيءَ فلم نشاط سئنيما حيدرآباد، المنظر سئنيما لاڙڪاڻي، پيراڊائز سئنيما سکر، ڪاڪ محل سئنيما مورو، شاهين سئنيما شهدادپور، محفل انجمن سئنيما ڪراچي، تصوير محفل سئنيما ڪراچي ۾ پردي تي ڏيکاري وئي. فلم جو موضوع نج سنڌي سماج جي عڪاسيءَ تي ٻڌل هو هيءَ فلم ڏسندڙن ۾ ڪافي مقبول وئي.

**حيدر خان بروهه**: حيدر خان بروهه جاتي تعلقي جي ڳوٺ شاهه ڪپور جي آسپاس جو رهواسي هو سندس تعلق ٺاراڻي بروهن سان هو مرحوم حيدر خان بروهه غريب هاري هو پر پنهنجي وقت جو هوشيار سگهڙ هو ڪيس قصن، ڪهاڻين، مقالن ۽ پرولين تي عبور هو هن ڪيترين محفلون مچايون ۽ پسگردائيءَ ۾ سگهڙپائيءَ ۾ نالو ڪڍيو هو ذهين، شجاع ۽ حاضر جواب شخص هو، جنهنڪري ڪچهرين جا ڪوڏيا، ڪيس هلي اچي دعوتون ڏئي وٺي ويندا هئا. سندس شاعريءَ ۾ سنجيدگي ۽ پختگيءَ جو عنصر نمايان هو.

سندس شاعريءَ جو نمونو پيش ڪجي ٿو:

اچي هريو حيدر خان وٽ ڪانگ ڪميني ذات،
چارئي پهر چُڳڻ ڪان، ويري جهلي نه وات،
ويٺي وانهيري تي ڪين وهاڻيس رات،
حيدر چڙهيو هو پيهي تي، پره ڦُٽي پريات،
ته هو ساجهر ويٺو سنگ تي، لچو ڪري لات،
بانڪي ٻولي بات، ته اج اُڏامندس ڪين ڪي.

**حيدر ڏيٿو** (ديهه): تعلقي ميرو خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حيدر ڏيٿو، دولت جي واند، عبدالله گوپانگ، محمد موسيٰ وڍو، نهال الدين، الاهي بخش سيال ۽ سراج الدين.

**حيدر سنڌي، ڊاڪٽر**: ناليوارو اديب ۽ محقق ڊاڪٽر غلام حيدر ولد حاجي علي مراد ٻروڙو 5 آڪٽوبر 1939ع تي ڳوٺ مبارڪ ٻروڙي، تعلقي موري، ضلعي نوشهري فيروز ۾ پيدا ٿيو. ڊاڪٽر حيدر پرائمري تعليم پرواري ڳوٺ سومر چانڊيي جي اسڪول مان حاصل ڪئي. مئٽرڪ لوڪل بورڊ هاءِ اسڪول نواب شاهه، بي.اي سچل سرمست ڪاليج نواب شاهه مان پاس ڪري 1969ع ۾ ڊي. سي هاءِ اسڪول نواب شاهه ۾ استاد مقرر ٿيو. ان ڪانپوءِ سي. ٽي، بي. ايڊ ۽ ايم. اي جا امتحان به ڏنائين. 1980ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي ايچ ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. سندس تحقيقي مقالي جو عنوان ’پاڪستان جي صوبائي ۽ علائقائي زبانن ۾ سنڌيءَ جي علمي ادبي ۽ لساني حيثيت‘ هو. ڊاڪٽر حيدر سنڌي 1974ع ۾ پاڪستان اسٽڊي سينٽر اسلام آباد ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو ڪجهه وقت قائد اعظم يونيورسٽي اسلام آباد ۾ پروفيسر جي عهدي تي فائز رهيو پوءِ ڊائريڪٽر ٿيو 14 آڪٽومبر 1999ع تي پروفيسر جي عهدي تان رٽائر ٿيو. سندس خاص موضوع لسانيات آهي. سنڌي ٻوليءَ لاءِ سندس ڪيل خدمتون ساراهه جوڳيون آهن. هيءَ سنڌي ادبي سنگت، سنڌ سجاڳ سنگت موري جهڙين ادبي تنظيمن سان واڳيل رهيو. هو ڪيترو وقت صحافت سان پڻ لاڳاپيل رهيو. سندس سرواڻيءَ ۾ پريات، ڦلواڙي ۽ وطن اخبارون جاري ٿيون.



هن ڪيترائي تحقيقي مضمون ۽ مقالا لکيا آهن. سندس هڪ ڪتاب ’ٻولين جا سر چشما‘ ۽ 1988ع ڇپيل آهي. ’بين الاقوامي سنڌي ادبي ڪانفرنس‘ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري جي موقعي تي لسانيات واري سيشن ۾ سندس پڙهيل مضمون ’هندڪو سنڌو ماٿري جي قديم ٻولي‘ سندس بهترين تحقيقي مقالو آهي.

ڊاڪٽر صاحب عالمي شهرت يافته مشرقي ٻولين جي ماهر خاتون ڊاڪٽر اينمري شمل جي هڪ انگريزي ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي جيڪو ’سنڌي ادب جي ارتقا‘ جي نالي سان 1981ع ۾ شهيد عبدالرزاق اڪيڊمي موري طرفان ڇپيل آهي. ان ڪان سواءِ سندس هيٺيان

ڪتاب پڻ ڇپيل آهن:

(1) سنڌ جون چند ذاتيون، (2) پاڪستاني ٻوليون، (3) شاهہ آفاقي شاعر، (4) ٽہ زباني لغت، (5) ديسي پرديسي گل (ترتيب- افسانا)، (6) سنڌي زبان و ادب ڪا ارتقا (اردو)، (7) پاڪستان ڪا لساني ورثہ (اردو) وغيره.

**حيدر شاهہ حقاني رضوي، سيد:** عالم ۽ فاضل سيد حيدر شاهہ حقاني رضويءَ 915ھ مطابق 1509ع ڌاري بکر ۾ جنم ورتو. رضوي ساداتن جي شجري ۾ سندس اصل نالو سيد مير حسن ولد سيد موسيٰ ڄاڻايل آهي. هيءُ مشهور بزرگ سيد محمد مکي جي نسب مان هو. هن زندگيءَ جو شروعاتي دور بکر ۾ گذاريو، جتي ديني توڙي دنيوي تعليم مختلف وڏن عالمن جي مدرسن ۾ رهي حاصل ڪيائين. جڏهن جوان ٿيو تہ سندس والدين بکر مان لڏي روهڙيءَ ۾ رهائش پذير ٿيا. نامور محقق مولانا دين محمد وفائيءَ لکيو آهي تہ جتي سندس آخري آرامگاهہ آهي، اڳي ان جي پرسان قديم مسجد هوندي هئي. هن مسجد جي حجري ۾ مدرسو بہ قائم ڪيو، جتي ديني علمن جي تعليم ڏيندو هو، وٽانئس ڪيترا وڏا عالم پڙهي نڪتا. روهڙي شهر ۾ نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جو وار مبارڪ آهي، جنهن جي عام زيارت ڪرائي ويندي آهي. اهو وار مبارڪ حيدر شاهہ حقانيءَ معرفت شيخ عبدالباقي بکريءَ سنڌ ۾ آندو، جو حيدر شاهہ جو ويجهو دوست هو. روايت موجب حيدر شاهہ حقانيءَ کي نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم کان خواب ۾ ارشاد ٿيو تہ اسان جو وار مبارڪ، اوهان جي شهر پرسان شيخ عبدالباقي صديقيءَ وٽ محفوظ آهي. ان ڪانپوءِ ٻين شاهدن جي شاهدين جي بنياد تي وار مبارڪ عام زيارت لاءِ ظاهر ڪيو ويو. روايت آهي تہ اهو وار مبارڪ 1545ع ڌاري ظاهر ٿيو. شجره خاندان سادات رضوي ۽ ٻين روايتن مان پتو پيو آهي تہ سيد حيدر شاهہ جي آخري آرامگاهہ جي پرسان مسجد جي حجري جي ٻاهران حضرت امام حسين عليہ السلام جي زيارت جو شرف حاصل ٿيو. اهو واقعو 1572ع ۾ پيش آيو. ان وقت سندس پٽ عبدالستار شاهہ ۽ پائٽيو سيد ابوالمعالي بن شاهہ عيسيٰ گڏ هئا. سيد حيدر شاهہ 21 شعبان 1039ھ/ پنجين اپريل 1630ع تي وفات ڪئي. سندس مزار تي عاليشان مقبرو اڏيل آهي، جيڪو روهڙيءَ جي سيد محلي ۾ آهي. قديم زماني ۾ انهيءَ محلي کي 'سائيدي محلو' سڏيو ويندو هو.

**حيدر علي** (راڳي): نوجوان راڳي حيدر علي، استاد رمضان عليءَ جي گهر ۾ 1982ع ۾ ڄائو. سندس والد توڙي ڏاڏو خير محمد خان وقت جا ڪلاسيڪي ڳائڻا هئا. حيدر علي 5-6 سالن جي ڄمار کان ڳائڻ جي شروعات ڪئي. هن راڳ جي شروعاتي تعليم پنهنجي والد استاد رمضان عليءَ کان حاصل ڪئي. استاد رمضان عليءَ جي وفات ڪانپوءِ استاد خانصاحب عبدالڪريم خان جي ڏوهٽي موسيقار نياز احمد جي شاگردي اختيار ڪيائين. 1988ع ۾ پي. ٽي. وي ٽي ڪيس پروڊيوسر سميع بلوچ متعارف ڪرايو. ڪشش ميوزڪ چينل تان



پروگرام 'مست گالا' شو ۾ حيدر علي پنهنجي وڏي ڀاءُ سان گڏ ڳائي داد وصول ڪيو. سندس ڪمپوزيشن ۾ 'وڄجي اڪيون پير ڪري' ڪلام تمام گهڻو مشهور ٿيو سنڌ ٽي. وي چينل تان هڪ ٿري مارواڙي گيت 'ڪڏي آئو ني راسيلا ماري ديس'، حميرا چنا سان دوگاني جي صورت ۾ ڳايائين. هن وقت (2011ع) سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڊپارٽمينٽ آف آرٽس اينڊ ڊزائين، سينٽر فار ميوزڪ ايجوڪيشن ۾ خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. هن کي ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي اسٽيشن ڊائريڪٽر ۽ نامور اديب نصير مرزا 1994ع ۾ متعارف ڪرايو. حيدر عليءَ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ؒ جي سمورن داستانن جي نئين سر ڪمپوزيشن ڪئي آهي. سر ديسي مان، ڏاگهن ڏيرن ساڻ، ڪرهن ڪيچين ساڻ؛ سر سهڻيءَ مان، مدت ٿي ميهار يار، ساهڙ سڱر سير ۾؛ سر ڪلياڻ مان، ٿيندو تن طبيب دارون منهنجي درد جو؛ سر ڪوهياري مان، آرياڻي پنهونءَ ري بسر راتي مان، راڻا جي رجپوت مومل سي ٿي پسندا؛ سر حسيني مان، ڪارون وس ڪيام، يا هوت هوت اي هوتا، ڏيندس ماهہ مڙن کي وغيره سڀ نيون ڪمپوز ٿيل ڌنون آهن. جيڪي هن پنهنجي وڏي ڀاءُ استاد امير علي خان جي ڪمپوزيشن ۾ ڳايون آهن. ان کان سواءِ هيءُ هڪ خانگي اداري ۾ موسيقيءَ جي تربيت بہ ڏئي رهيو آهي.

**حيدر علي لغاري:** برک عالم، استاد، اديب، نقاد ۽ شاهہ لطيف جو پارکو. حيدر علي لغاري، 11 آگسٽ 1934ع تي تاجپور جي نواب گهراڻي ۾ نواب قنبر علي لغاريءَ جي گهر ۾ پيدا ٿيو. سندس خاندان مان نواب ولي محمد لغاري، ٽالپر دور حڪومت ۾ سنڌ جو وزيراعظم هو. حيدر علي لغاريءَ



پرائمري تعليم گورنمينٽ پرائمري اسڪول تاجپور مان حاصل ڪئي. مئٽرڪ 1952ع ۾ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان ڪيائين. بي. اي 1956ع ۽ ايم. اي (مسلم هسٽري) 1960ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج، حيدرآباد مان ڪيائين. ان بعد 1961ع ڌاري سنڌ يونيورسٽيءَ مان بي. ٽي ڪيائين، جتي پنهنجي استاد سيد اڪرام عليءَ کان تمام گهڻو متاثر رهيو. حيدر علي لغاري ان دور کي پنهنجو 'نئون جنم' تصور ڪندو هو. ڪاليج جي ئي زماني ۾ 1952ع کان هن علامہ آءِ. آءِ. قاضي جا ليڪچر ٻڌڻ شروع ڪيا، جن سندس ذهني تربيت ۾ تمام وڏو ڪردار ادا ڪيو. سندس فڪر جي گهرائي، قول ۽ فعل جي سچائيءَ تي قاضي صاحب جي شخصيت جا چٽا عڪس نظر اچن ٿا.

حيدر علي لغاري، مولانا غلام محمد گراميءَ جي شخصيت ۽ علم کان بہ گهڻو متاثر هو ساڻس ڪچهرين ۽ خط و ڪتابت جو سلسلو رهندو هو.

حيدر علي لغاري خانداني نوابيءَ کي پاسيرو رکي، هڪ استاد ٿيڻ پسند ڪيو ۽ 40 سال سنڌ جي مختلف تعليمي ادارن ۾ مثالي استاد جي حيثيت ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. هو 20 آگسٽ 1956ع ۾ اسسٽنٽ ماسٽر طور تعليم کاتي ۾ڀرتي ٿيو. 1956ع کان 1972ع تائين گورنمينٽ ٽريننگ ڪاليج ميرپور بٺوري؛ 1972ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪنڊرا (ضلعو سکر) ۽ گورنمينٽ هاءِ اسڪول ٻني (ضلعي ٺٽي) ۾ هيڊماسٽر ٿي

رهيو. حيدر علي مقبول استاد ٿي رهيو. جڏهن ڪن مخالفن جي چوڻ تي مارچ 1975ع ۾ سندس بدلي ٽنڊي ڄام کان نصرپور ڪئي وئي ته اسڪول جي شاگردن هن هر دلعزيز استاد جي واپسيءَ لاءِ سخت احتجاج ڪيو. 17 ڏينهن جي احتجاج بعد جڏهن معاملو سنڌ اسيمبليءَ تائين پهتو ته انتظاميا مجبور ٿي، ڪيس ٻيهر ٽنڊي ڄام ۾ مقرر ڪيو. آڪٽوبر 1981ع کان فيبروري 1991ع تائين گورنمينٽ ايليمينٽري ڪاليج آف ايجوڪيشن (مين) حيدرآباد ۾ ليڪچرر طور فرض سرانجام ڏنائين. آگسٽ 1992ع تائين هاير سيڪنڊري اسڪول سن ۾ پرنسپال ٿي رهيو. بيورو آف ڪريڪيولم ۽ ايڪسٽينشن ونگ، ڄام شوري ۾ 24 آگسٽ 1992ع کان سبجيڪٽ اسپيشلسٽ ٿي رهيو. ان دوران گورنمينٽ ايليمينٽري ڪاليج حيدرآباد جي پرنسپل جي اضافي چارج به سندس حوالي رهي. هن 10 آگسٽ 1994ع تي رٽائرمينٽ ورتي.

حيدر علي لغاريءَ جو شمار سنڌ جي غير روايتي استادن ۾ ٿئي ٿو. سندس شخصيت، ڄاڻ ۽ اخلاق، ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ ٽريننگ لاءِ ايندڙ استادن کي ايترو متاثر ڪندا هئا، جو اهي ٻين استادن جا ڪلاس ڇڏي سندس ڪلاسن ۾ شرڪت ڪندا هئا. اسڪول ۽ ڪاليج جي سرڪاري ذميوارين کان پوءِ به سندس گهر ۾ سدائين شاگرد سکيا لاءِ ايندا هئا. هو روڊن، رستن ۽ فوٽ پاٿن تي به ويهي شاگردن سان علم ۽ دانش جون ڳالهيون ڪندو هو. هن سنڌ جي نوجوان نسل جي فڪري اوسر ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. ڪيترن شاگردن سان سندس خط و ڪتابت به رهندي هئي. هو متيپيد کان متيرو ٿي غريب شاگردن جي مالي مدد ڪندو هو.

حيدر علي لغاريءَ جاگيردار خاندان جو فرد هوندي به هارين ۾ جاڳرتا پيدا ڪندڙ ڪابي ڏر جي مشهور ڪردار عزيز سلام بخاريءَ سان ڳجهيون تنظيمي گڏجاڻيون پنهنجي گهر تي ڪندو هو ۽ ڪامريڊ بخاريءَ جي وفات به سندس گهر ۾، 7 فيبروري 1986ع ۾ هڪ گڏجاڻيءَ دوران ٿي ٿي هئي (وڌيڪ ڏسندا: بخاري، عزيز سلام). 1974ع کان 1978ع جي زماني ۾ ماهوار اخبار 'هلچل' حيدر علي لغاريءَ جي تعاون سان ڄام ساقي ڪڍندو هو. جنهن ۾ حيدر علي لغاريءَ جا فرضي نالن سان ڪيترا مضمون شايع ٿيا. ڄام ساقي روپوشيءَ جي زماني ۾ اڪثر حيدر علي لغاريءَ جي گهر ۾ رهندو هو.

حيدر علي لغاريءَ جو پهريون مضمون 1958ع ۾ ملا اسڪول مخزن، ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد ۾ شايع ٿيو. اخبار تعليم ۽ مهراڻ رسالن ۾ به سندس مضمون ڇپيل آهن. سندس ٻه ڪتاب: (1) اندر ملهه املهه (1998ع) ۽ (2) ڪُچان ڪُڇاڙو (2007ع) شايع ٿيل آهن.

تنقيد، تعليم، تصوف، فلسفي ۽ لطيفيات جي حوالي سان حيدر علي لغاريءَ جون سنڌي ادب ۾ سندس نمايان خدمتون آهن. شاهه لطيف تي لکيل سندس مضمون اردوءَ ۾ شهناز شوري ترجمو ڪيا، جيڪي ڪتابي صورت ۾ 'سوز و ساز لطيف' (2009ع) نالي سان شايع ٿيا آهن. سنڌي ٻوليءَ ۽ محمد نواز نوناريءَ جو لکيل 'سنڌي ڪتاب' 1995ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

حيدر علي لغاريءَ پنهنجي ڳوٺ تاجپور ۾ 1953ع ۾ 'ينگ بلوچ سوسائٽي' قائم ڪئي، جنهن جو مقصد ڳوٺ جي نوجوانن ۾ سجاڳي، تعليم جو واڌارو ۽ سماجي ڪمن ۽ ڳوٺ جي فلاح ۽ بهبود هو. پروفيسر امير علي قادريءَ جي ٺاهيل 'سنڌ فلاسافيڪل سوسائٽيءَ' جو صدر به رهيو. ان سوسائٽيءَ علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جو ڪتاب 'او ڪو ٻيو فهم' ڇپرايو ۽ ڪيترا ليڪچر ڪرايا. حيدر علي لغاريءَ سنڌ ايجوڪيشن ٽرسٽ، حيدرآباد ۾ ڪيترن موضوعن تي ليڪچر ڏنا، جيڪي ٽرسٽ پاران ڇپايا ويا. ڊاڪٽر شمس الدين عرسانيءَ جي تنظيم 'اوُسر پيڙهڪا حيدرآباد' جو جنرل سيڪريٽري ۽ 'سنڌ ٽيچرس ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽيءَ' جو صدر رهيو.

1999ع ۾ ڪيس تعليمي خدمتن جي اعتراف ۾ يوم مادرِ وطن جي موقعي تي سنڌ ترقي پسند پارٽيءَ پاران 'مير غلام محمد ٽالپر تعليم اوارڊ' ڏنو ويو.

لغاري صاحب کي ڇهن پٽن ۽ ڇهن نياڻين جو اولاد ٿيو. جن مان اسرار لغاري ٽي. وي ڊرامن جو مشهور نالو آهي.

حيدر علي لغاري، 25 آگسٽ 2008ع تي 74 سالن جي عمر ۾ اختر ڪالونيءَ، حيدرآباد ۾ پنهنجي رهائشگاهه تي وفات ڪئي. سندس مزار نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي مقبري جي پير ۾ پٺاڻ ڪالوني، حيدرآباد ۾ آهي. سندس شاگردن مانجهند شهر ۾ 'حيدر علي لغاري لائبريري' به قائم ڪئي آهي.

**حيدر ڪرار** (لقب): حيدر معنيٰ شينهن آهي. حضرت علي ڪرم الله وجهه جو هيءُ نالو سندس والده حضرت بيبي فاطمه بنت اسد رضہ رکيو هو. ستين هجريءَ ۾ خيبر جي جنگ ۾ حضرت علي رضہ مرحب يهوديءَ جي پڙهيل رجز جي جواب ۾ پنهنجو نالو حيدر هيئن استعمال ڪيو:

اَنَا الَّذِيْ سَمَّيَتْنِي اُمِّي حَيْدَرَہْ،
اَکِيْلُکُمْ بِالسَّيْفِ کَيْلَ السَّنْدَرَہْ،
لَيْثٌ بِغَابَاتٍ شَدِيْدٌ قَسْوَرَہْ.

[ترجمو: آءٌ اهو آهيان جو منهنجي ماءُ منهنجو نالو 'حيدر' رکيو آهي، آءٌ توکي تلوار جي وڏي پيماني تي ماپيندس (يعني تلوار جي ڌار جي هيٺان رکي توکي سري عام قتل ڪندس)، آءٌ جهنگ جو سخت بي پرواهه شينهن آهيان.]

حضرت علي ڪرم الله وجهه، حيدر ڪرار جي لقب سان خيبر جي فتح ۽ شجاعت سبب عام ٿيو. خيبر جي فتح جي موقعي تي حضورؐ جن فرمايو ته: "لَاَدْفَعَنَّ الرَّايَةَ غَدًا اِنْ شَاءَ اللّٰهُ اِلٰي رَجُلٍ کَرَّارٍ غَيْرَ فَرَّارٍ يُحِبُّ اللّٰهَ وَ رَسُوْلَہٗ وَيُحِبُّہُ اللّٰهُ وَ رَسُوْلُہٗ لَايَنْصَرِفُ حَتّٰي يَفْتَحَ اللّٰهُ عَلٰي يَدِہٖ" (ترجمو: آئون انشاءَ الله سڀاڻي جهنڊو انهيءَ مرد جي حوالي ڪندس جيڪو ڪرار (وڏي وڏي حملي ڪرڻ وارو) ۽ نه ڀڄڻ وارو هوندو. هو الله ۽ ان جي رسولؐ سان محبت ڪندڙ هوندو. الله ۽ ان جو رسولؐ ان سان محبت ڪندڙ هوندا. اهو ميدان مان ان وقت تائين واپس نه ايندو جيستائين الله ان جي هٿان (خيبر) فتح نه ڪرائي. *(حوالو: دائره معارف اسلاميه ص 735) (وڌيڪ ڏسندا: علي عليه السلام)*

**حيدر ڪرار رضي الله عنہ** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب حضرت علي ڪرم الله وجهه جن جي زندگي مبارڪ تي لکيل آهي. مشهور تاريخ نويس ۽ عالم سيد ابوالحسن علي نرويءَ جو عربيءَ ۾ ڪيل آهي. ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو عبدالرزاق سومري ڪيو آهي سلوڻي سنڌيءَ ۾ نهايت ئي جاذبيت ڪيو آهي. ڪتاب ڪل ڏهن بابن تي مشتمل آهي. پڪي جلد سان چار رنگي ٽائيٽل ۾ ڇپيل هيءُ ڪتاب 423 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن جا 3 جلد ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن. ڪتاب جو هيءُ ٽيون ڇاپو مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور پاران 2008ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيل آهي، جنهن جي قيمت 150 روپيا آهي.

**حيدر منزل ڪراچي:** حيدر منزل، ڪراچيءَ جي مسلم هائوسنگ سوسائٽي، نشتر پارڪ جي سامهون سنڌ جي قومي سياستدان جي. ايم سيد ۽ اُن جي خاندان جي تاريخي رهائش گاهه آهي. سوسائٽي 1932ع ۾ سيٺ طيب علي قائم ڪئي هئي، جتي سنڌ جي مختلف علائقن مان صاحبِ وسعت شخصيتن، خاص ڪري مسلمان زميندارن ۽ سياستدانن ڪي پنهنجا رهائشي بنگلا ٺهرائڻ جو موقعو مليو. سيٺ طيب عليءَ هتي بنگلن ٺهرائي


حيدر منزل ۾ جي. ايم. سيد پنهنجن سياسي رفيقن سان گڏ

ڏيڻ لاءِ بئنڪ مان قرض به ورتائي ڏنو. هتي سر شاهنواز خان ڀٽي ۽ خانبهادر محمد ايوب کهڙي به بنگلا ٺهرايا هئا. ڪجهه اهم سنڌي آفيسرن به بنگلا ٺهرايا. سر شاهنواز ڀٽي ۽ خانبهادر محمد ايوب کهڙي پنهنجا بنگلا اڳتي هلي وڪڻي ڇڏيا. پر جي. ايم. سيد پنهنجي بنگلي ڪي 'حيدر منزل' جو نالو ڏئي، سنڌ جي سياست جو مرڪز بڻايو. حيدر منزل ۾ ورهاڱي کان اڳ ۽ پوءِ سنڌ جا مشهور سياستدان، اديب ۽ دانشور گڏ ٿيندا رهيا. حيدر منزل ۾ مولانا ابو الڪلام آزاد، نارائڻ داس بيچر، شهيد الهه بخش سومرو، ڊاڪٽر چوئٿرام گدواڻي، ميان افتخار احمدي، خان عبدالغفار خان، خانبهادر محمد ايوب کهڙي، ميران محمد شاهه، خان عبدالحميد خان جتوئي، عطاءُ الله خان مينگل، محمود اڇڪزئي، نواب خيربخش خان مري، سردار غوث بخش خان بزنجو، ممتاز دولتانه ۽ ٻين سياستدانن برصغير، پاڪستان ۽ سنڌ جي قسمت جا فيصلا هن هنڌ تي ويهي ڪيا. ائنٽي ونيونٽ فرنٽ، سنڌ متحده محاذ، نيشنل عوامي پارٽي، جيئي سنڌ محاذ، جيئي سنڌ قومي محاذ، سنڌ قومي اتحاد، توڙي هائي سنڌ بچايو ڪميٽيءَ جا اجلاس حيدر منزل ۾ ٿيندا رهيا آهن. هتي ئي سنڌ اسيمبليءَ جي جوڙ توڙ جا فيصلا ٿيا، ونيونٽ مخالف معاهدا ٿيا. ان ڪري حيدر منزل ڪي سنڌ جي سياسي تاريخ ۾ اهم حيثيت حاصل رهندي آئي آهي. هن وقت جي. ايم. سيد جو پوٽو سيد جلال محمود شاهه، سنڌ جي بنيادي مسئلن تي مشاورتي اجلاس ۽ گڏجاڻيون هتي ئي ڪرائيندو رهي ٿو.

**حيدر هروي:** هيءُ بزرگ مرزا شاهه حسن بيگ ارغون پاران سنڌ تي ڪاهي اچڻ واري زماني ۾ هرات کان اچي سيوستان جي ويجهو ٻاٽ شريف ۾ مقيم ٿيو. هن لاءِ مشهور آهي ته هيءُ حضرت قلندر شهبازؒ جو معتقد هو ۽ ان جي درگاهه تي راتين جون راتيون گذاريندو هو همعصر ڪيس 'ڪليجه' چوندا هئا. اوائل ۾ جيرا پچائي پيٽ گذر ڪندو هو. شاعريءَ ۾ به 'ڪليجه' استعمال ڪيو اٿس. هيءُ علم جو ڄاڻو ۽ سٺو شاعر هو هن ٻاٽ شريف ضلعي دادوءَ ۾ وفات ڪئي.

**حيدري ڦاٽ:** هيءُ ڳوٺ تعلقي گهوڙا ٻاري، ضلعي ٺٽي ۾ آباد آهي. هتي پراڻي وقت ۾ سيٺ منگهن مل نالي هڪ هندو اڏيري لعل جو مندر جوڙايو. جنهن تان ڳوٺ جو نالو ئي اڏيرو لال پئجي ويو. هتي حيدرآباد واري اڏيري لال (جهولي لال) هندن جي اوتار جي عقيدت ۾ چيٽيءَ چنڊ جو ميلو وڏي ڌام ڌوم سان لڳندو آهي. هن ڳوٺ وٽان درياهه ڦٽي ٻن ڦاٽن ورهائجي وڃي ٿو. مقامي طور تي درياهه جي انهن ٻنهي ڦاٽن مان ساڄي طرف واري ڦاٽ ڪي اوچتو ۽ کابي طرف واري ڦاٽ ڪي حيدري نالي سان سڏيندا آهن. جڏهن ته ٻنهي شاخن ڪي به درياهي به چوندا آهن. هاڻوڪي ٽڪنڊياري ڊيلٽا جو مٿ به انهيءَ به درياهي وٽان شروع ٿئي ٿو. پراڻي زماني ۾ پيرپٽو ۽ ننگرٺٽو به ڊيلٽا جي اندر هوندا هئا. پر اڳتي هلي درياهه جا ٻه ڦاٽ گهاري وارو ڪار ۽ ٻگهاڙ واهه لتجي ويا ته ننگرٺٽو به ڊيلٽا کان ٻاهر ٿي ويو. حيدري ڦاٽ ڪيٽي بندر ۽ شاهه بندر ٻنهي جي وچان وهي ٿو. حيدري ڦاٽ کان اٺ ڪوهه پري درياهه ڪي مٽڻي جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو. مٽڻي کان ڇهه ڪوهه پري درياهه ڪي ٻيو به هڪ ڦاٽ آهي. جيڪو سڏبو ٿو ڦاٽ آهي. ان هنڌ تي ڦاٽ نالي سان ڳوٺ به آباد آهي. انهيءَ ڳوٺ جي آمهون سامهون ڳوٺ ڪاروڇاڻ آهي. حيدري ڦاٽ جي پڇڙيءَ مان "ميرواهه" ۽ 'قلندري' ڦاٽ نڪرن ٿا، جيڪي عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪن ٿا. ميرواهه ڦاٽ ڪاري ڇاڻ کان به ڪوهه مفاصلي تي آهي. جتان ڪانسواءِ ميل پري درياهه ڪي "واهڻ" چيو وڃي ٿو ائين ڇپي ڇپي تي درياهه جا ٻيا نالا ورتا وڃن ٿا. ميرواهه ۽ واهڻ جي وچ ۾ سوڪي نالي ڳوٺ آباد آهي. جتي سارين جو واپار گهٽو ٿئي ٿو. ڪاري ڇاڻ ۽ ڳوٺ سوڪيءَ ۾ چانورن ڌرڻ ۽ ڇڙڻ جون مشينون به آهن. ڳوٺ سوڪي وٽان واهڻ ڦاٽ مان هڪ شاخ ٽٽي ٿي تنهن ڪي سنهڙي چوندا آهن. گهڻو وقت اڳ، سوڪيءَ کان ست ڪوهه اوري حيدري درياهه مان 'مَل' درياهه وهندو هو، پر هاڻي اهو ڦٽي ويو آهي. ميرواهه واهڻ ۽ سنهڙي اهي ٽيئي، واسو ڪاريءَ مان لنگهي عربي سمنڊ ۾ وڃي پون ٿا. هي ٻيو درياهه به ڦاٽ مان لنگهي ڪيٽي بندر ڏانهن وڃي ٿو تنهنڪري ڪيٽي بندر ٻن درياهن جي وچ ۾ آهي. ڪجهه وقت کان ڪراچيءَ مان ڪاري ڇاڻ ۽ ڪيٽي بندر طرف لاريون وڃن ٿيون، انهي ڪري آمد رفت جي گهڻي سهوليت آهي.

**حيدري، نذير حسين:** حڪيم نظير حسين حيدري ولد غلام علي خواجه، 14 مئي 1941ع تي ننڊي، ضلعي بدين ۾ ڄائو هي لاڙ جو بهترين صحافي، اديب، عالم ۽ مفڪر هو. هن جا وڏا آغاخاني خواجا هئا، جيڪي

بعد ۾ جعفري طريقي ۾ داخل ٿيا. سندس والد ڪلن جو وڏو واپاري هو. هيءُ شروعات ۾ لوڪل بورڊ ۾ منشي مقرر ٿيو. هن جي وقت ۾ بدين اندر پيرن ۽ ميرن جو وڏو اثر رسوخ هو. لاڙ ۾ پاڻيءَ جي ڏنڊن تي مير، پير، وزير توڙي منشي شڪار ۽ عياشين لاءِ ايندا هئا. ساڳئي وقت اتي جي مسڪين هارين، پورهيتن جي معاشي توڙي گهرو حالت تمام ابتر هئي. ناقص رياستي نظام هئڻ سبب جاگيردار ۽ زميندار هارين جو ڪمايل فصل ڦٻي ميٽا ڀاري ويندا هئا. هن اهڙين ناانصافين سان بغاوت ڪري ڏڪ جو منشيگيري ترڪ ڪئي. هن 1938ع ۾ سياسي زندگيءَ جو آغاز مسلم ليگ کان ڪيو. بدين شهر ۾ هارين جي جماعت جو بنياد وڌائين. ٿوري ئي وقت اندر مجلسن توڙي سياسي اجتماعن ۾ نالو ڪڍيائين. ڪيترا ڀيرا جيل به ويو. 1953ع ۾ 'اعلان حق' جي نالي سان اخبار جاري ڪيائين، جنهن ۾ هارين پورهيتن سان ٿيندڙ ظلمن خلاف آواز اٿاريندو رهيو.

هيءُ اعليٰ پايي جو ليکڪ به هو. هن هيٺيان ڪتاب تصنيف ڪيا: (1) 'ڏاتجو'، (2) 'جمهوريت يا تماشو'، (3) 'منهنجي سياسي زندگيءَ جي آکاڻي'، (4) 'خدا ۽ طبعزاد خطا' ۽ (5) 'دهريت ۽ دنيانيت سلامت' ۽ (6) 'ندا ۽ طبع زاد خدا' گهڻو مقبول ٿيا. سنڌ جو مشهور شاعر شمشير الحيدري سندس پاٽيو آهي. حڪيم نذير حسين 17 فيبروري 1976ع تي بدين ۾ وفات ڪئي.

**حيدري، مرزا قنبر علي بيگ:** مرزا قنبر علي بيگ ولد مرزا منوچهر بيگ، 25 آڪٽوبر 1906ع تي ڳوٺ ٽنڊي ٺوڙهي ضلعي حيدرآباد ۾ پيدا ٿيو. پاڻ بي. اي، ايل. ايل. بي پاس ڪري وڪالت شروع ڪيائين ۽ پوءِ سيشن جج ٿيو. آخر ۾ چيئرمن انڊسٽريل ڪورٽ ڪراچي مقرر ٿيو. ڪرڪيٽ ۽ ٽيبل ٽينس کيڏڻ، ٽڪلين ۽ سڪا گڏ ڪرڻ، جانور پالڻ، مختلف ساز وڄائڻ، راڳ ڳائڻ ۽ شعر ۽ شاعري هن جا خاص شغل هئا. شاعريءَ ۾ رهنمائي پنهنجي والد کان ورتائين. هن حمد، نعت، مرثيه، سلام، نوحه، منقبت، قصيده، غزل ۽ ڪافيون لکيون. سندس ڪجهه ڪلام ۾ مزاحيه عنصر پڻ شامل آهن. سندس شاعريءَ جا ٻه ڪتاب شايع ٿيل آهن، جن ۾: 'ڪليات حيدري' (اردو) ۽ 'ڪليات حيدري' (سنڌي) شامل آهن. هن 25 سيپٽمبر 1972ع تي ايران جي شهر مشهد ۾ وفات ڪئي. ڪيس اتي ئي خواجه اباصلت مقام ۾ دفن ڪيو ويو.

**حيوانن جي حقن جي تحريڪ** (Animal Rights Movement): جانورن تي ظلم ڪرڻ ۽ انهن تي بار وڌڻ جي خلاف مختلف ملڪن اندر ڪيترين ئي تنظيمن پاران هن قسم جي مهم هلائجي چڪي آهي. هيءَ تحريڪ خاص ڪري 1970ع جي ڏهاڪي دوران سڌريل ملڪن ۾ اڀري، جنهن جو مقصد جانورن کي بنيادي حق ڏيارڻ هو. هن تحريڪ جي عمل جو دائرو خاص ڪري جانورن جا باغ، جانورن تي تحقيق ڪندڙ مرڪزن ۾ جانورن جي صحيح سنڀال لهڻ متعلق ڄاڻ حاصل ڪرڻ هو. هن تحريڪ جي نتيجي ۾ ئي يورپ جي اندر جانورن کي به حق حاصل ٿيا. مختلف ملڪن اندر جانورن جي سنڀال ۽ بچاءَ جا ڪاتا کليا. پاڪستان به ان قسم جو ڪاتو وائيلڊ لائيف جي نالي سان قائم آهي، پر ان جي باوجود هتي يورپ جي پيٽ ۾ جانورن کي ڪي به حق حاصل نه آهن.



# خ

**خاتم النبيين** ﷺ :'خاتم النبيين'جو مطلب آهي: سڀني نبين جي مُهر. سمورن نبين جي نبوت تي پنهنجي مهر ثبت ڪندڙ. نبوت جي سلسلي کي ختم ڪندڙ يعني آخري نبي حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم. 'خاتم النبيين' قرآن مجيد جي حوالي سان رسول پاڪ جو لقب آهي، جنهن جو مطلب آهي: (1) پاڻ سڀ‍ورا اها مُهر آهن، جنهن سان ٻين نبين جي نبوت جي تصديق ٿئي ٿي، (2) ٻيا نبي مُنڍيءَ جي مثال آهن ۽ پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن ان منڍيءَ جي ٽِڪ آهن. (3) پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن نبوت جي سلسلي جا آخري نبي آهن ۽ ڪانئن پوءِ ٻيو ڪو به نبي نه ايندو. سندن نبوت قيامت تائين سموريءَ ڪائنات لاءِ ثابت ۽ قائم آهي.

**خاتمي، سيد محمد**: سيد محمد خاتمي، اسلامي جمهوريه ايران جو پنجون صدر ٿي گذريو آهي. هيءُ ايران جو وڏو عالم، اسڪالر ۽ سياستدان آهي. هن



ايران جي صوبي يزد جي شهر ارداڪان (Ardakan) ۾ آڪٽوبر 1943ع ڌاري جنم ورتو. پرائمري تعليم ڳوٺ جي اسڪول مان حاصل ڪرڻ بعد ديني تعليم 1961ع تائين قُم شهر ۾ حاصل ڪئي. ان ڪان پوءِ اصفهان يونيورسٽيءَ مان 'ويسٽرن فلاسافي' ۾ بي. اي ڪيائين ۽ پوءِ تهران يونيورسٽيءَ مان ايجوڪيشنل سائنس ۾ ايم. اي ڪيائين، جنهن بعد رهيل ديني تعليم لاءِ ست سال قُم شهر ۾ پڙهيو، جتي هن اعليٰ تعليم جا ڪورس مڪمل ڪيا. ان بعد هو جرمنيءَ جي شهر هئمبرگ ويو، جتي اسلامڪ سينٽر جو ايراني انقلاب تائين چيئرمئن رهيو. ايران جي اسلامي انقلاب جي شروعاتي سالن ۾ يزد شهر جي وڏي مسجد جو خطيب رهيو، جتي هو هر جمعي نماز تي خطبو ڏيندو هو. سيد محمد خاتمي ٻه ڀيرا ايران جو صدر: پهريون ڀيرو 1997ع ۾ 70 سيڪڙو ووٽ کڻي ۽ ٻيو ڀيرو 2001ع ۾ 78 سيڪڙو ووٽ کڻي چونڊيو ويو. کيس ايراني عورتن ۽ نوجوانن وڏ ۾ وڏ ووٽ ڏنا. محمد خاتمي 1980ع کان 1990ع تائين ايران جو وزير ثقافت رهيو. ايران جي صدر ٿيڻ کان اڳ محمد خاتمي ايران جي پارليامينٽ جو ميمبر، 'ڪيهان' اخبار جي اداري 'ڪيهان انسٽيٽيوٽ' جو سپروائيزر ۽ ايران جي قومي لائبريريءَ جو 1992ع کان 1997ع تائين سربراهه ٿي رهيو. هي 1992ع کان 1997ع تائين 'سپريم ڪائونسل آف ڪلچرل ريووليوشن' جو ميمبر به رهيو. سيد محمد خاتمي آگسٽ 1997ع کان آگسٽ 2003ع تائين ايران جو صدر رهيو. کيس ايران جو پهريون اصلاح پسند صدر ڪوٺيو ويندو آهي. سندس صدارت وارن ڏينهن ۾ ايران جي خارجه پاليسيءَ، ٽڪراءَ (Confrontation) واري صورتحال مان نڪري مفاهمت (Conciliation) ۾ داخل ٿي. محمد خاتمي وڏو محقق به آهي، سندس تحقيق جو مکيه موضوع 'سياسي فلسفو' رهيو آهي. مشهور سياسي فلاسافر جواد طابائي سندس استاد رهيو آهي. خاتمي پاڻ به تربيت مدارس يونيورسٽيءَ ۾ پوليٽيڪل فلاسافي جو استاد رهيو، جنهن مضمون تي 1999ع ۾ سندس ڪتاب پڻ ڇپيو. فارسيءَ کان سواءِ عربي، انگريزي ۽ جرمن زبانن جو عالم آهي. مختلف زبانن ۾ سندس ڪيترا ڪتاب ڇپجي چڪا آهن، جن مان سندس انگريزي ڪتاب: 'Islam, Liberty and Development' ۽ عربي ڪتاب 'مطالعات في الدين والاسلام والعصر' ۽ 'مدينة السياسة' مشهور آهن. هن جا ڪيترا فارسي ڪتاب ايران جي تعليمي ادارن ۾ پڙهايا وڃن ٿا، جهڙوڪ: 'بيمِ موج'، 'دنيا از دنيا شهر تا شهر'، 'مردم سالاري'(Democracy)، 'گفتگويء تمدنها'، 'نامه اي براءِ فردا'، 'زنان و جوانان' وغيره. محمد خاتميءَ جي شادي 31 ورهين جي ڄمار ۾، 1974ع دوران موسيٰ الصدر جي ڀاڻيجي زهرىٰ صادقيءَ سان ٿي، جنهن مان کيس به ڌيئرون ۽ هڪ پٽ آهن.

**خاتون جنت** (ڪتاب) : هي ڪتاب مشهور عالم، دين محمد وفائيءَ جو لکيل آهي، هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب ۾ 54 صفحا آهن ۽ ان جي قيمت 8 آنا آهي. هي ڪتاب رفاهِ عام پريس، لاهور مان، 1928ع ۾ ڇپيو.

- هن نالي سان ٻيو هڪ ڪتاب حافظ محمد احسن چنا جو لکيل آهي، جيڪو ڪرائون سائيز جي 74 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 50 پئسا آهي. ان جو پهرين ڇاپو، محمدي پريس، حيدرآباد مان 1971ع ۾ ڇپيو.

**خادم الاسلام** (اخبار) : هيءَ هفتيوار اخبار 1928ع ڌاري حيدرآباد، سنڌ مان جاري ٿي. مولوي خير محمد نظاماڻي هن اخبار جو مالڪ ۽ ايڊيٽر هو. ستت ئي هيءَ اخبار پوءِ ميرپورخاص مان هفتيوار طور نڪرڻ لڳي.

**خادم حسين ابڙو**: شاعر، اديب ۽ قانوندان، خادم حسين ولد الهورايو ابڙو، 10 فبروري 1938ع تي ڳيريلي تعلقي ڏوڪريءَ ۾ پيدا ٿيو. 1953ع ۾ سنڌي



فائنل پاس ڪيائين. 1956ع ۾ مئٽرڪ، سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين ۽ پوءِ 1964ع ۾ بي. ڪام جي ڊگري ورتائين. 1953ع کان 1955ع تائين موري ۾ سنڌيءَ جو استاد ٿي رهيو. ان بعد چار سال ڪن پي. ڊبليو ڊي ايريگيشن ۾ ڪلارڪ رهيو. 1961ع کان 1963ع تائين تعليمي بورڊ حيدرآباد ۾ ملازمت ڪيائين. ڪجهه مهينا روزاني اخبار 'خادم وطن' ۾ اڪائونٽنٽ ٿي رهيو. ان کانپوءِ سال ڪن سنڌ يونيورسٽيءَ جي هڪ پراجيڪٽ ۾ اڪائونٽ اسسٽنٽ ٿي ڪم ڪيائين. هن پنهنجي وڏي ڀاءُ ڊاڪٽر عبدالمؤمن کان هوميوپيٿي علاج جي سکيا به ورتي ۽ سٺو حڪيم پڻ آهي. خادم حسين ابڙو 1969ع کان 1975ع تائين پاڪستان مشين ٽول فيڪٽريءَ ۾ آفيسر رهيو. ٻه سال ڪن شهدادڪوٽ ٽيڪسٽائيل ملز ۾ اڪائونٽس اسسٽنٽ رهيو. انهيءَ عرصي ۾ هن ايل. ايل. بي به ڪري

ورتي هئي. ۽ 1979ع کان اڳ تائين وڪالت جي شعبي سان لاڳاپيل رهيو آهي ۽ سنڌ جو ناميارو قانوندان آهي. سندس قابليت کي آڏو رکندي، سنڌ سرڪار کيس 1997ع ۾ اسسٽنٽ ايڊووڪيٽ جنرل سنڌ ڪري رکيو.

خادم حسين ابڙو بهترين ليکڪ ۽ سلو شاعر آهي. سندس شاعريءَ جو پهريون ڪتاب 'جالڻ جهانگين ساڻ' 2010ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو آهي، جنهن جي مهاڳ ۾ هن پنهنجي زندگيءَ جا واقعا ۽ مشاهدا نهايت بيباڪيءَ سان لکيا آهن.

**خادم حسين انڙ** (رانديگر): پاڪستان سطح جو مشهور واليبال رانديگر خادم حسين انڙ ولد حاجي فاروق علي انڙ، پهرين جولاءِ 1937ع تي ڳوٺ انڙپور، ضلعي دادوءَ ۾ پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم ڳوٺ جي اسڪول مان ۽ ميٽرڪ گورنمينٽ هاءِ اسڪول دادوءَ مان 1953ع ڪيائين. پڙهائيءَ دوران اسڪول ۾ سيئي رانديون کيڏيو ۽ 1949ع ڌاري واليبال طرف راغب ٿيو. اسڪول دوران بهترين رانديگر سمجهيو ويندو هو. ان وچ ۾ هن



1966ع ۾ ايل. ايل. بي به ڪري ورتي. جڏهن سنڌ اندر واليبال راند واليءَ (ڏکن) واري دؤر ۾ قدم رکيو، تڏهن نيٽ ڪيڙڻ وارن جي سخت ضرورت محسوس ٿي ۽ هن بهترين 'نيٽ پليئر' طور سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪافي ميچن ۾ بهترين راند جو مظاهرو ڪيو. ابتدا ۾ وچ نيٽ تي بيهي کيڏندو هو، پر پوءِ پاسي تي بيهي کيڏڻ وارو 'خاص رانديگر' ثابت ٿيو. پاسي تي بيهي نيٽ ڪيڙڻ وارو سنڌ جو هي پهريون رانديگر هو، جنهن سنڌ ۾ پنهنجو نالو ڪڍيو.

هن 1952ع ڌاري آرائين ڳوٺ، تعلقي دادوءَ جي ٽورناميٽ ۾ بهترين رانديگر جو انعام حاصل ڪيو. جيڪو سندس شاگرديءَ واري دؤر جو پهريون وڏو اوارڊ ۽ انعام هو.

خادم حسين انڙ 1956ع کان 'قربان واليبال ڪلب دادوءَ' جو ميمبر رهيو. هن ايل. ايل. بي ڪرڻ کان اڳ هاءِ ڪورٽ ڪراچيءَ ۾ ملازمت ڪئي. ان دوران ڪراچيءَ جي رانديگرن سان واليبال کيڏيائين ۽ وچ نيٽ تي بيهي کيڏندو هو ۽ هڪ 'آل سنڌ ٽورناميٽ' ۾ بهترين راند ڪرڻ تي 'خادم ٽائيگر' جو لقب حاصل ڪيائين. ڪجهه عرصي ڪانپوءِ ڪراچي ڇڏي 1969ع ۾ سندس والد جي وفات کان پوءِ حيدرآباد ناميارو وڪيل سيد قمرالزمان شاهه جي جونيئر طور ڪم ڪيو ۽ پوءِ پاڻ عليحده پنهنجي فرم کولي وڪالت ڪيائين ۽ فوجداري ڪيسن جي بهترين وڪيل طور مشهور ٿيو. خادم حسين انڙ جي سنڌي توڙي انگريزي صورتخطي بهترين هئي ۽ خاص ڪري کيس انگريزيءَ تي عبور حاصل هو.

خادم حسين انڙ 2 جنوري 2003ع تي ڪوٽڙيءَ ۾ وفات ڪئي ۽ ڪوٽڙيءَ ۾ ٿي مراد شاهه قبرستان ۾ دفن آهي کيس ڇهن پٽن ۽ ٽن ڌيئن جو اولاد آهي. سندس ٽن پٽن کي پڻ واليبال راند سان دلچسپي آهي جن مان زاهد حسين انڙ ۽ ناظم حسين انڙ ملڪي سطح تي واليبال جا بهترين رانديگر رهيا آهن.

**خادم حسين 'ديوانو'** (راڳي): ناليواري راڳي خادم حسين ولد مولاداد پلال، پهرين آڪٽوبر 1953ع تي جيڪب آباد ۾ جنم ورتو. سموري تعليم جيڪب آباد جي تعليمي ادارن مان حاصل ڪيائين. گهڻو پوءِ هن 1995ع ڌاري ايم. اي (سياسيات) ڪيائين. خادم حسين 'ديوانو' 18 جون 1975ع تي تعليم کاتي ۾ ڪلارڪ مقرر ٿيو. هيءُ ناميارو فنڪار استاد ارباب خان کوسي جو شاگرد رهيو آهي. نوجوانيءَ ۾ 'ديوانو' تخلص اختيار ڪندي ڳائڻ ۽ وڄائڻ سان گڏ فنڪاري به شروع ڪيائين ۽ ايترو ته نالو ڪڍيائين. جو سنڌ بلوچستان توڙي پنجاب ۾ به پروگرام ملڻ لڳس. هي سنڌي، سرائيڪي، براهوي، پنجابي ۽ اردوءَ ۾ ڪوئٽا، لاهور ۽ اسلام آباد ٽي وي جا پروگرام به ڪرڻ لڳو ٽي وي کان سواءِ خادم حسين اسٽيج تي به ڳائي ۽ باجو وڄائي ٿو سٺو فنڪار ۽ شاعر آهي، کيس 1986ع ۾ جڏهن عبدالحميد آخوند، سيڪريٽري ثقافت هو شاهه لطيف اوارڊ به مليو جشن لطيف جي هڪ پروگرام ۾ سنڌ جي اڳوڻي وزيراعليٰ سيد غوث علي شاهه طرفان کيس 5000 رپين جو انعام ڏنو ويو. استاد ارباب خان کوسي جي اعزاز ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي فنڪارن طرفان سڀيءَ ۾ خادم 'ديواني' کي سونو بلو انعام طور ڏنو ويو سندس ڳايل ڪلامن (سرائيڪي ۽ سنڌيءَ) جون 15 کان 20 ڪيسٽون رليز ٿي چڪيون آهن. درزڪو ڪم به ڄاڻي، مشين تي ڪشيده ڪاريءَ جو بهترين ڪاريگر آهي ۽ جيڪب آباد ۾ رهندو آهي.

**خادم حسين سمو** (راڳي): فنڪار خادم حسين ولد قرب علي سمو، 1971ع ڌاري ڳوٺ ماڙي، تعلقي موري ۾ ڄائو ورتو. گورنمينٽ هاءِ اسڪول موري مان ميٽرڪ ۽ مهراڻ ڪاليج موري مان انٽر ڪيائين. کيس اسڪول ۾ پڙهڻ دوران ڳائڻ جو شوق هوندو هو ۽ اسڪول جي ڪيترن پروگرامن ۾ ڳائڻ جي شروعات ڪيائين. انٽر ڪرڻ ڪانپوءِ استاد امانت علي خان جي شاگردي اختيار ڪري راڳ جي سکيا ورتائين. هن وقت تائين شاهه لطيف، قلندر شهباز ۽ سچل سرمست جي ميلن ۽ ڪي ٽي اين ۽ سنڌ ٽي. وي سميت اڪثر سنڌي چينلن تي ڳائي رهيو آهي. سندس ڪافي ڪيسٽون به جاري ٿي چڪيون آهن.

**خادم حسين شاهه**: شاعر ۽ سماجي خدمتگار خادم حسين شاهه، 11 جنوري 1932ع تي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. ميٽرڪ پائلٽ هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان 1954ع ۾، بي اي 1958ع ۾، ۽ ايم. اي (سنڌي) سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان 1971ع ۾ پاس ڪيائين. هيءُ 'تحريڪ نفاذ فقه جعفريه' ۽ 'وفاقي شيعا حيدر قرار' مذهبي جماعتن جو ضلعي صدر به رهيو آهي. خادم حسين شاهه سياست جي شروعات خاڪسار تحريڪ کان ڪئي. ڪنوينشن



مسلم ليگ ۾ به ڪم ڪيائين، بعد ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو 1968ع ۾ باني ميمبر ۽ لاڙڪاڻي شهر جو صدر به رهيو. شهيد ذوالفقار علي ڀٽي سان سندس گهٽي ويجهڙائپ هئڻ سبب 1973ع ۾ پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت اچڻ بعد 'پاڪستان نيشنل سينٽر' جو بنياد وڌائين ۽

لاڙڪاڻي جو ريزيڊنٽ ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. پيپلز پارٽيءَ جي حڪومت ختم ٿيڻ بعد ڪيس سال 1978ع ۾ سکر بدلي ڪيو ويو تہ نوڪري تان استعيفا ڏئي ڇڏيائين. سندس ئي ڪوشش سان لاڙڪاڻي ۾ 'سنڌي ادبي اڪيڊمي' نالي هڪ ادارو قائم ٿيو. جنهن جو ڊائريڪٽر جنرل ٿيو. هن اداري ڪيترائي ڪتاب شايع ڪرايا.

خادم حسين ادبي، سماجي، ثقافتي اداري 'سڄڻن جي سنگت' جو صدر بہ رهيو. ان پليٽ فارم تان ہوليءَ ۽ ثقافت جي واڌاري لاءِ لاڙڪاڻي ۾ ڪيترائي سيمينار ڪرايائين. جڏهن 1954ع ۾ سنڌي ادبي سنگت، لاڙڪاڻي جو بنياد پيو، تہ خادم حسين شاهہ ان جو پهريو سيڪريٽري چونڊيو ويو. هن پير پاڳاري، پيرعلي گوهر شاهہ 'اصغر' بابت هڪ ڪتاب لکي 'سوانح اصغر' شايع ڪرايو. وفات ڪان اڳ 'ديوان اصغر' بہ ترتيب ڏنائين. سيد خادم حسين شاهہ، 13 سيپٽمبر 1982ع ۾ وفات ڪئي.

**خادم حسين شاهہ نقوي:** خادم حسين شاهہ نقوي، اهل تشيعت جو هڪ اهم عالم ۽ مفتي ٿي گذريو آهي. سنڌي ہوليءَ جي نامور اديب ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ، پنهنجي تحقيقي ڪتاب 'خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو' ۾ ڄاڻايو آهي تہ: "سيد خادم حسين شاهہ نقوي، ديري غازي خان جي نقوي ساداتن مان هو ۽ خيرپور رياست جي مفتي سيد قاسم علي شاهہ جي وفات ڪان پوءِ مير امام بخش خان ٽالپر جي دعوت تي 1914ع ۾ خيرپور رياست ۾ اچي مقيم ٿيو ۽ 1916ع ۾ خيرپور رياست جو مفتي بڻيو."

سيد خادم حسين شاهہ نقوي پنهنجي وقت جو پرهيزگار عالم هو. هن کي فقہ جعفريہ جي فقهي مسئلن بابت وڏي ڄاڻ حاصل هئي. هن خيرپور رياست ۾ اهل تشيعت جي مسلڪ کي ترقي وٺرائي ۽ وعظ جون مجلسون مرتب ڪيون. عزاداريءَ جي حوالي سان خيرپور رياست ۾ سندس وڏي ڌاڪ ۽ هاڪ رهي. سيد خادم حسين شاهہ نقويءَ فقہ جعفريہ بابت ڪجهہ رسالا بہ شايع ڪيا، جيڪي ان وقت ڏاڍا مشهور ٿيا. خليق ۽ روادار شخص هو. سندس علمي درجي سبب ڪيس اهلسنت وارا بہ اهميت ڏيندا هئا. هن جي علم مان ڪافي ماڻهن فيض پرايو. شاهہ صاحب عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي زبانن تي وڏي دسترس رکندو هو. سڄي زندگي درس ۽ تدريس ۾ گذاريائين. 1946ع ۾ وفات ڪيائين. خادم حسين شاهہ نقويءَ کي باقر شاهہ، طاهر شاهہ ۽ صابر شاهہ نالي ٽي پٽ ٿيا، جن مان سيد باقر شاهہ بہ پيءُ وانگر عالم ثابت ٿيو.

**خادم حسين، قاضي:** مشهور اديب، ڪهاڻيڪار، ڊرامہ نگار، مترجم ۽ نقاد. ڊاڪٽر قاضي خادم حسين، محمد لائق قريشيءَ جي گهر ۾، 11 نومبر 1945ع تي، ڳوٺ الهداد چنڊ، ضلعي حيدرآباد ۾ جنم ورتو قاضي خادم جو والد مختيارڪار هو جيڪو هالن پراڻن جو رهاڪو هو ۽ نوڪريءَ سانگي سنڌ جي مختلف شهرن ۾ رهيو جنهنڪري قاضي خادم بہ ساڻس گڏ



مختلف شهرن ۾ ننڍپڻ گهاريو ۽ پڙهيو 1960ع ۾ حيدرآباد مان مئٽرڪ ڪيائين. 1963ع دوران انٽر (آرٽس) جو امتحان مسلم ڪاليج حيدرآباد مان پاس ڪري سنڌ يونيورسٽي جي سنڌي شعبي ۾ بي. اي (آنرس) ۾ داخلا ورتائين. اهڙيءَ ريت بي. اي (آنرس)، ايم. اي (سنڌي)، ايم. اي (انگلش) ۽ ايل. ايل. بي جا امتحان يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين.

قاضي خادم 1966ع ۾ بي. اي آنرس ۾ فيڪلٽي ٽاپ ڪرڻ جي ڪري، سچل سائنس ڪاليج حيدرآباد ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو ان سان گڏ مسلم آرٽس ڪاليج حيدرآباد ۾ شام جو پارٽ ٽائيم ليڪچرار پڻ رهيو ان دوران 1963ع کان 1966ع تائين اخبار 'خادم وطن' ۾ سب ايڊيٽر ٿي رهيو، جتي ادبي صفحو مرتب ڪندو هو. 1969ع کان 1970ع تائين روزانہ "هلال پاڪستان" حيدرآباد ۾ سب ايڊيٽر ٿي رهيو 15 جون 1970ع کان سنڌ يونيورسٽي جي سنڌي شعبي ۾ استاد مقرر ٿيو جتي رٽائرمينٽ (11 نومبر 2005ع تائين) پروفيسر چيئرمين سنڌي شعبو، ڊين فيڪلٽي آف آرٽس ۽ ايڊوائيزر اسٽوڊنٽس گائيڊنس بيورو بہ ٿي رهيو. قاضي خادم 1989ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي. ايچ. ڊي ڪئي، سندس تحقيقي مقالي جو عنوان 'سنڌ جي نثري داستانن جو تنقيدي جائزو' هو.

ڊاڪٽر قاضي خادم صف اول جو ڪهاڻيڪار، ناول نگار، ڊراما نگار ۽ نقاد آهي. هن ہ اصلوڪا ناول، چار ترجما، ہ ڪهاڻين جا ڪتاب، هڪ ڊرامن جو مجموعو ۽ ٽي ساروڻين جا ڪتاب لکيا آهن. ڊرامن جي حوالي سان قاضي خادم کي وڏي شهرت حاصل رهي آهي. هن ريڊيو ۽ ٽيليويزن لاءِ ڪيترائي ڊراما لکيا آهن. قاضي خادم جي طبعزاد ۽ ترجمو ڪيل ڪتابن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

(1) شمع هر رنگ ۾ جلتي هي سحر هوني تک (اردو ناول: آگسٽ 1962ع، (2) گڊ باءِ مسٽر چپس (جيمز هلٽن جو ناول: ترجمو: 1964ع)، (3) زوال (البرڪاموءِ جو ناول: ترجمو: 1966ع)، (4) سونهن جي ديوي (پيري لوئيءَ جي ناول 'ايفروڊائيٽ' جو ترجمو: 1972ع)، (5) جوئاري (دوستوفسڪيءَ جي ناول 'The Gambler' جو ترجمو: 1976ع)، (6) پيار ۽ سپنا (ناول: 1977ع)، (7) پيار (جان پال سارتر جي ناوليٽ جو ترجمو: 1978ع) (8) درد جي خوشبوءِ (ناول: 1981ع)، (9) سمنڊ اپسمنڊ (ڪهاڻيون: 1981ع)، (10) شهري حياتي ۽ ڳوٺاڻي حياتي (مرڪزي سرڪار جي رٿا هيٺ سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپيل: 1981ع)، (11) لڙڪ لڙڪ زنجير (ڊراما: 1988ع)، (12) سنڌ جا نثري داستان (پي. ايچ. ڊي جو مقالو: 1990ع)، (13) ادب ۽ روايتون (مضمون: 1992ع)، (14) The Glorious Past (42 سنڌي آتم ڪهاڻين تي انگريزيءَ ۾ تبصرو: 2006ع)، (15) مٽيءَ ۾ ملاوٽ (ڪهاڻيون: 2008ع)، (16) دل جي دفتر مان (يادگيريون: 2009ع)، (17) ساروڻيون (ساروڻيون: 2010ع) ۽ (18) اندر روح رهيام (ساروڻيون: 2011ع).

قاضي خادم جي ڪتاب 'دل جي دفتر مان' کي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران 2010ع ۾ ادبي اوارڊ ڏنو ويو ان کان سواءِ قاضي خادم جي ڪهاڻين جو اردو ترجمو آگسٽ 2000ع ۾ 'مڪتبہ نئي قدرين' طرفان ڇپيو جنهن جو مرتب پروفيسر مرزا سليم بيگ هو قاضي خادم جي ڪيترين ڪهاڻين جا ترجما، آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس جي ڇپرايل ڪتاب

'Colors of Loneliness' ۽ اڪيڊمي آف ليٽرس اسلام آباد جي پرچي 'ادبيات' ۽ 'شاهڪار افسانې' وغيره ۾ ڇپيل آهن.

ڊاڪٽر قاضي خادم ڪي رٽائرمينٽ کان پوءِ سنڌي شعبي جو وزيٽنگ پروفيسر ۽ علامه غلام مصطفيٰ قاسمي چيئر جو ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو آهي. هن مختصر عرصي اندر چيئر پاران 11 ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا آهن: جن ۾ (1) ايڏو شان شعور (علامه قاسميءَ جا 'الرحيم' رسالي جا سنڌي ايڊيٽوريل)، (2) قرآن حڪيم جون خصوصيتون (مولانا ڪوثر نيازيءَ جي ڪتاب جو ترجمو)، (3) علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سندس همعصر (2006ع)، (4) علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سندس همعصر عالم ۽ اديب (2007ع)، (5) علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ سندس همعصر عالم ۽ مؤرخ (2008ع)، (6) علامه غلام مصطفيٰ قاسمي، همعصر عالم ۽ صحافي (2009ع)، (7) شذرات (اردو رسالي 'الولي' جا ايڊيٽوريل، پاڱو پهريون)، (8) شذرات (اردو رساله 'الولي' جا ايڊيٽوريل، پاڱو ٻيو)، (9) شذرات (اردو رساله 'الولي' جا ايڊيٽوريل، پاڱو ٽيون)، (10) علامه غلام مصطفيٰ قاسمي: سوانح ۽ علمي ڪاوشون (2011ع)، (11) مقالات سرفراز 2011ع شامل آهن.

ڊاڪٽر قاضي خادم، علامه قاسمي چيئر پاران ٽي ڪامياب ڪانفرنسون پڻ ڪرائي چڪو آهي. هو مسلسل پنهنجون يادگيريون لکندو رهي ٿو جيڪي ڪالمن جي صورت ۾ روزاني شام، حيدرآباد ۾ ڇپجنديون رهن ٿيون. ان کان سواءِ ڊاڪٽر قاضي خادم، مهراڻ ٽي. وي چئنل تان ادبي پروگرام 'ساهت رس' جا سائيڪو پروگرام ڪري چڪو آهي، ۽ اهو سلسلو اڃا هلندڙ آهي.

**خادم رفيقي:** مشهور شاعر خادم رفيقي مهيسر 10 جون 1932ع تي ڳوٺ رفيق مهيسر ضلعي خيرپورميرس ۾ جنم ورتو وقت جو اهم اديب، شاعر ۽ صحافي ٿي گذريو آهي. فائنل جو امتحان پاس ڪري پرائمري استاد مقرر ٿيو سندس لاڙو ننڍپڻ کان ئي شاعريءَ ڏانهن هو هن جو واسطو قادرالڪلام شاعر سليم ڳاڙهويءَ سان ٿيو ۽ ان جي صحبت ۾ نظم جي صنف تي وڏو ملڪو حاصل ڪيائين.



خادم رفيقي ادبي زندگيءَ ۾ ڪافي لکيو هن حمد، نعت، گيت، غزل ۽ وطن جا گيت وڏي تعداد ۾ لکيا. سنڌيءَ سان گڏ اردو ۽ فارسيءَ ۾ به شاعري ڪندو هو مهيسر خادم رفيقيءَ جي شاعري ۽ مضمون تماهي مهراڻ ۽ ماهوار نئين زندگي رسالن ۾ ڇپيل آهن. آخري دم تائين مختلف اخبارن نواءِ وقت، الوحيد، مهراڻ وغيره سان وابسته رهيو پير ڳوٺ ۾ 'بزم سليم' قائم ڪري ان پاران ڪيترا ادبي پروگرام ڪرايائين.

خادم رفيقي مهيسر 25 نومبر 1996ع تي لاڏاڻو ڪيو

**خادم سخيراڻي (راڳي):** ريڊيو ۽ ٽي. وي جو نامور فنڪار خادم سخيراڻي ولد محرم علي سخيراڻي، 1961ع ڌاري دادوءَ ۾ پيدا ٿيو سندس اصل ڳوٺ تاريخي ڳوٺ خداآباد جي ويجهو هو جنهن ڪڻا سڏيو ويجي ٿو خادم سخيراڻيءَ جو ڏاڏو سنڌ ۾ دهلن لاهڻ جو وڏو ڪاريگر مڃيو ويندو هو.

خادم سخيراڻي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي سٺي ڄاڻ رکندڙ فنڪار آهي. جڏهن دادو شهر ۾ 'استاد بخاري ميوزڪ ڪلب' قائم ٿي هئي ته اتي مشهور ڪلاسيڪي راڳي، استاد محمد صالح ساند اچي راڳ ڏيڻ جي سکيا ڏيڻ شروع ڪئي هئي. نوجوان خادم سخيراڻي پڻ استاد محمد صالح ساند کان ڪلاسيڪي موسيقيءَ جا گر سکيا. استاد محمد صالح ساند جي ڪلاسيڪي انگ ۽ رنگ ڪي استاد منظور علي خان پڻ مڃيندو هو استاد محمد صالح شام جو ٻه چار ڪلاڪ راڳ جي سکيا ڏيندو هو ان ميوزڪ ڪلب مان سکيا وٺندڙن مان اڪبر بروهي، استاد نظر محمد چنو قادر سنڌيءَ ۽ خادم سخيراڻي سندس خاص شاگردن مان هئا. استاد صالح ساند جي لاڏاڻي کان پوءِ خادم سخيراڻيءَ، استاد نظر محمد ڪي پنهنجو استاد ڪيو ۽ 'استاد بخاري ميوزڪ ڪلب' ۾ خود به راڳ جي سکيا ڏيڻ شروع ڪيائين. ڪيترن نوجوان فنڪارن هن کان سکيا ورتي. خادم سخيراڻي ريڊيو ۽ ٽي. ويءَ جو مقبول فنڪار آهي. هُو هارمونيم تي سٺي دسترس رکي ٿو بانسري ۽ طبلو به وڄائيندو آهي. گذرمعاش لاءِ خادم سخيراڻي واپڊا ۾ ملازمت ڪندو آهي ۽ هن وقت نوڪريءَ جي سانگي ڪوٽڙيءَ ۾ رهي ٿو 2007ع ۾ ڪيس 'آسا' تنظيم پاران طرفان موسيقيءَ جو اوارڊ ملي چڪو آهي.



**خادم ڪوڪر:** سنڌ جو مشهور مزاحيه اداڪار خادم حسين ولد حاجي علي اڪبر ڪوڪر، 19 اپريل 1981ع تي ڳوٺ دڙي خير محمد ڪوڪر لڳ قلجي اسٽيشن، ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو.

خادم ڪوڪر پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي، جڏهن ته هن مئٽرڪ گورنمينٽ طالب المولىٰ هاءِ اسڪول دادوءَ مان حاصل ڪئي.

خادم ڪوڪر فن جي دنيا ۾ 1996ع ۾ قدم رکيو ابتدا ۾ دادو ۽ ٻين شهرن ۾ ٿيندڙ اسٽيج ڊرامن ۾ حصو وٺندو هو خادم ڪوڪر جو پهريون اسٽيج ڊرامو 'شهيد' آهي، جيڪو دادوءَ ۾ پيش ڪيو ويو هو هن 2005ع ۾ ڪي. ٽي. اين جي مزاحيه پروگرام 'ماما لالو' ۾ مزاحيه اداڪاري ڪري مشهوري ماڻي، ان کان پوءِ 'مڪڻ موچن ۾' ڊرامي ۾ اداڪاريءَ جا جوهر ڏيکاريائين، پر خادم ڪوڪر ڪي مقبوليت ڪي. ٽي. اين جي ڊرامي 'پٿر دنيا' ۾ بجائي جي ڪردار جي ڪري ملي. هن ڪي خاص ڪري 'اسان آهيون خوني ماڻهو'، 'ڪترڪتر نه ڪري ڇڏيان' وارن ڊائلاگن ماڻهن ۾ تمام گهڻو مقبول ڪيو. خادم ڪوڪر جي اداڪاريءَ جو انداز منفرد آهي. هن 'آواز' ٽي. وي جي ڊرامي 'لوئي ۽ لڄ' ۽ سنڌ ٽي. وي جي ڊرامي 'ڪرتوهڙ گهرجهوڙا' ۾ پڻ ڪم ڪيو آهي.



خادم ڪوڪر ڪافي فلمن ۾ ٻه ڪم ڪيو آهي. جن ۾: 'لالو باگڙياڻي پڄائي ويو'، 'نصيب'، 'ڪڪر دنيا'، 'اڄو بادشاهه'، 'درياهه يار'، 'ندورو ڏڄي ۾' ۽ ٻيون فلمون شامل آهن. خادم ڪوڪر هن وقت دادو شهر ۾ رهائش پذير آهي.

**خارج (ديهه)**: تعلقي جوهي، ضلعي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بکر فقير روڊناڻي، شهري خان روڊناڻي، فتح خان روڊناڻي، دودو خان روڊناڻي، محرم روڊناڻي، حاجي پريو روڊناڻي،غلام حيدر روڊناڻي، رکيو خان روڊناڻي، هوت خان روڊناڻي، شير خان روڊناڻي، چتو خان روڊناڻي، درياهه خان شورو، ابراهيم شاهاڻي، فتح خان روڊناڻي، حاجي جان محمد ۽ ڦوٽو روڊناڻي.

**خارش**: هيءَ چمڙيءَ جي عام ۽ وچڙندڙ (Contagious) بيماري آهي، جيڪا دنيا ۾ چمڙيءَ جي سيني بيمارين کان وڌيڪ ٿئي ٿي ۽ ننڍن ٻارن



کان وٺي وڏن ماڻهن کي ۽ هر هڪ جنس کي ٿي سگهي ٿي. خارش چمڙيءَ جي مٿئين تهه (Epidermis) ۾ جانورن جي هڪ مادي جيوڙي Acarus Scabiei يا Sarcoptes Scabiei جي سوراخ ڪرڻ ڪري گهر ناهي ويهڻ جي نتيجي ۾ ٿئي ٿي. خارش جي ڪري چمڙيءَ تي خشڪ خارش کان وٺي ڳاڙها نشان، ننڍڙا سخت يا پاڻيءَ وارا داڻا، ڦوڦينڊا، ڦرڙيون ۽ ڪن حالتن ۾ چمڙيءَ تي وڍن جا نشان Lesions ٿي پوندا آهن. ڪڏهن ڪڏهن چتي خارش Pruritis جي ڪري هيءَ بيماري ڪهني ٿي پوندي آهي ته گهڻي کنهڻ سان مريض جي بدن تي وڏا ڦٽ به ٿي پوندا آهن. خارش ڏينهن جي مقابلي ۾ رات جو وڌي ويندي آهي.

**الف خارش ٿيڻ جا سبب Aetiology:**

خارش ٿيڻ جو سبب هڪ جانور جو مادي جيوڙو Acarus Scabiei يا Sarcoptes Scabiei آهي جيڪو نر کان وڏو ۽ وڌيڪ پوائنٽوئي ٿو

خارش ۾ اڳئي ورتل مريض جي چمڙيءَ سان صحتمند ماڻهوءَ جي چمڙي رڳو 15 منٽ هڪبئي کي ڇهڻ سان خارش جا ننڍڙا جيوڙا (Mites) جيڪي مريض جي چمڙيءَ مٿان گهمندا آهن، صحتمند ماڻهوءَ ڏانهن منتقل ٿي ويندا آهن.

**(ب) خارش جي اوسر (Incubation Period):**

چمڙيءَ جي هن بيماريءَ جي اوسر مادي جيوڙي (Acarus Scabiei) جي چمڙيءَ جي مٿئين تهه (Epidermis) جي کنهن نرم جاءِ (خاص ڪري هٿن جي آڱرين جي وچين) ۾ سوراخ ڪري گهر ناهي ويهڻ يا ٻئي کنهن مريض جي جسم کان صحتمند ماڻهوءَ ۾ ننڍڙا جيوڙا (Mites) منتقل ٿيڻ کان پوءِ ٻن هفتن اندر صحتمند ماڻهوءَ کي خارش ٿي پوندي آهي. اهو سلسلو ايستائين پيو هلندو آهي، جيستائين وچي خارش جو خاطر خواه علاج نه ٿئي ۽ خارش نه ڇڏي وڃي.

**(ٻ) بيماريءَ جون علامتون Clinical Symptoms:** (1) جنهن جاءِ تي جيوڙا موجود هوندا آهن ته اها جاءِ انچ جي ائين حصي کان وٺي اڌ انچ تائين مٿان ميري، خاڪي ٽيڪن (دبڪن) سان ڪڏهن ڪڏهن اچي، نه ته گهڻو ڪري ميرانجهڙي ڪاري، ميرانجهڙي ناسي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. (2) خارش گهڻو ڪري پهرين هٿن جي آڱرين جي وچين ۾ ٿيندي آهي. ان کان پوءِ بدن جي ٻين عضون ڏانهن وڌندي آهي، جنهن ۾ ڪرائين جي هيٺين پاسي، ڙونٽين جي ٻيڪڙن، ٻانهن جي ڏورن جي اندرين پاسن، بغلن، دن جي چوڌاري ران جي اندرئين حصي (Groins) واري ٻيڪڙ، عورتن جي ڇاتين جي هيٺين حصن ۾ هيٺين چمڙيءَ جي ٻيڪڙن ۾، مردن جي جنسي عضوي؛ ننڍڙن ٻارن جي پيرن جي ڪڙين ۽ پيرن جي ترين ۾ ٿيندي آهي. (3) جيڪڏهن خارش جو زور گهڻو هجي؛ يا ڪهني صورت اختيار ڪري وڃي ته ان صورت ۾ اکين جي ڇپرن هيٺان ۽ اکين جي ٽنرن ۾ به خارش ٿي پوندي آهي. جنهنڪري اکيون ڳاڙهيون ۽ سڄيل هونديون آهن. (4) اهڙن ٿڃ پياڪ ٻارن جي منهن ۾ خارش ٿيندي آهي، جن ٻارن جي مائرن کي ڇاتيءَ ۾ خارش جي بيماري هوندي آهي. ٿڃ ڏائڻ دوران ٻارن جو منهن ماءُ جي خارش واريءَ ڇاتيءَ کي لڳندو آهي. نتيجي طور ٻارن کي منهن ۾ خارش ٿيندي آهي. باقي عام طرح ٿڃ پياڪ ٻارن کي جسم جي ٻين نرم حصن ۾ خارش ٿيندي آهي. باقي منهن تي خارش ڪانه ٿيندي آهي. (5) رات جي وقت خارش ڪنهن هڪ هنڌ تان شروع ٿي سڄي جسم ۾ پکڙجي ويندي آهي. (6) چمڙيءَ جي خشڪ ٿيڻ يا پگهر نڪرڻ تي خارش وڌي ويندي آهي. (7) خارش ۾ ورتل عضون جا ٻيڪڙ (Flexors) وڌيڪ خارش ۾ ونجي ويندا آهن. (8) عام حالت ۾ خارش سڪي ۽ خشڪ ٿيندي آهي، پر خارش وڌي وڃڻ ۽ کنهڻ سان چمڙيءَ مٿان ننڍڙا ننڍڙا داڻا نهي ٻيهندا آهن. (9) بيماريءَ جي مهلڪ حالت ۾ ڦوڦينڊا ۽ ڦرڙيون ٿي پونديون آهن، جن ۾ چتي خارش Pruritis ۽ ساڙو ٿيندو آهي. (10) جڏهن خارش گهڻي پراڻي ٿي وڃي، يا ان جو خاطر خواه علاج نه ٿئي يا ڪو علاج اثر نه ڪري ته ان صورت ۾ خارش واري جاءِ وٽ چمڙيءَ تي ڦٽ (Lesion) ٿي پوندا آهن. ڪن حالتن ۾ وڏا ڦٽ ٿي پوندا آهن، جن مان ريشو ۽ گند ڳڙندو آهي.

**(پ) بيماريءَ کان اڳ ۽ پوءِ احتياطي اپاءَ:**

**(الف) اڳواٽ اپاءَ:** (1) خارش چمڙيءَ جي وچڙندڙ ۽ پکڙجندڙ Contagious بيماري آهي. ان ڪري جڏهن به هيءَ بيماري گهر ۾ منهن ڪڍي ته صحتمند گهرڀاتين کي خارش جي مريض کان احتياط ڪرڻ گهرجي، ساڻس گڏ نه سمهجي، نه ان سان گڏ کائجي، نه وري مريض جي اوبر کائجي ۽ پيئجي. (2) مريض جي جسم تان لٿل ڪپڙو صحتمند گهرڀاتين کان الڳ ۽ گرم پاڻيءَ ۾ ڌوئڻ گهرجي. (3) مريض جي استعمال هيٺ آيل ٽوال، هنڌ ۽ صابڻ وغيره ڪو به صحتمند مريض ڪتب نه آڻي. (4) ٿڃ پياڪ ٻار جي ماءُ کي

خارش هجي ته ٿڃ ڏيڻ وقت ماءُ احتياط ڪري ته ٻار جو مُنهن خارش وارن ڇاتيءَ سان نه لڳي. (5) اسڪول (ڪلاس) ۾ جيڪڏهن ڪنهن ٻار کي خارش جو مرض هجي ته ان کي ٻين صحتمند ٻارن کان الڳ ويهارجي.

**(ب) بيماريءَ کان بچاءُ جا اپاءَ:** (1) سڀ کان اڳ خارش جي مريض کي علاج ڪرائڻ گهرجي. ڪاڌي پيتي ۾ احتياط ڪرڻ ۽ ڪِري ڪرڻ گهرجي. (2) خارش جي مريض جي ڪتب ايندڙ ڪاڌي پيتي جا ٿانو، هنڌ، ڪپڙا، ٽوال، صابڻ وغيره الڳ ڪرڻ گهرجن. (3) گهر جي ڪنهن وڏي ڀاتيءَ کي خارش هجي ته ننڍڙي ٻار سان گڏ نه ڪائي، نه ٻار کي کڻي. (4) ماءُ کي خارش هجي ته ٻار کي هنج تي کڻڻ کان پاسو ڪري. (5) جيڪڏهن اسڪولي ٻار کي خارش هجي ته مائٽ کي کپي ته استاد کي آگاهه ڪري ته جيئن استاد ٻار کي صحتمند ٻارن کان الڳ ويهاري سگهي.

**(ت) پرهيزرک/ ڪِري (Preventive Diet):**

خارش جي مريض کي ديڳ جو پٽ، هر قسم جو وڏو گوشت، رڍ ۽ دنبي جو گوشت، ڳائو ڪيس گوار، ميها، ڪدو، واڱڻ ۽ آچار ڪنهن به صورت ۾ نه کائڻ گهرجن.

**خاشا ڪنب** (ديهه): تعلقي جوهيءَ جو هڪ تلاءُ، جنهن ۾ چشمن جو پاڻي يا نئن جو پاڻي وهندو آهي. هي ڪنب خاشا نئن جو ڇڏيل آهي، جيڪو وڏيءَ ايراضيءَ ۾ پکڙيل آهي. هن ڪنب ۾ وڏي مڇي مرندي آهي.

**خاصا چانڊيا** (ديهه): ضلعي ۽ تعلقي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪوسا چانڊيا، محب علي چانڊيو ابراهيم جي، ڪرم علي هاٽار، شيرمحمد ماڇي، رڪيو سهاڳ، شادمان، لطف ٻہر، هيتم جتوئي، گل ٻہر، محمد علي ٻڙدي، حسن آباد، بادل پنهور، لعل بخش پنهور ۽ نور محمد لنڊ.

**خاصائيءَ واري جنگ:** ضلعي ڄامشوري ۾ تاريخي ڳوٺ خاصائي وٽ سنڌ جي ڪونڌرن ارغونن سان مزاحمت ڪندي ڀرپور ويڙهه ڪئي هئي. ارغونن پاران سنڌ تي قبضو ڄمائي پنهنجو اقتدار قائم ڪرڻ کان پوءِ زوري محصول اوڳاڙڻ واري روش جي نتيجي ۾ سنڌي ماڻهو هن جڳهه تي ارغونن سان منهن مقابل ٿيا هئا. اهڙيءَ ريت خاصائي ڳوٺ کي سنڌ جي محب وطنن پاران غلامي قبول ڪرڻ بجاءِ وطن جي حفاظت لاءِ سرڏيڻ عيوض تاريخي حيثيت حاصل آهي. هن جنگ ۾ سنڌي فوج جي سوين بهادرن شجاعت سان وڙهندي ارغونن کي شڪست ڏئي پيچڻ تي مجبور ڪيو. پرهڪ مرحلي تي غداري ٿيڻ سبب هيءَ جنگ، سوين ڪونڌرن جي ڪسجڻ جي باوجود شڪست ۾ تبديل ٿي وئي. تعلقي ڪوٽڙي ۾ ريلوي اسٽيشن جي سامهون انڊس هاءِ وي تي هي ڳوٺ موجود آهي. انهي جاءِ تي دولهه دريا خان جي اوطاق هئي جيڪا ڍهي وئي آهي. موجوده ڳوٺ نئون ٺهڏل آهي.

**خاصخيلي** (ذات): خاصخيلي، ٻن لفظن: 'خاص+ خيل' جي ميلاپ مان جڙيو آهي، جنهن جي هڪ معنيٰ 'خاص گهوڙي سوار' چئي وڃي ٿي، ڇو ته عربيءَ ۾ گهوڙي کي 'خيل' چوندا آهن. رحيمداد خان مولائي شيدائيءَ 'تاريخ خاصخيليءَ' ۾ لکيو آهي ته: خاصخيلي اصل عرب آهن. جيڪي عمان کان نڪري پهريان مڪران ۽ پوءِ لسٻيلي ۾ سڪونت پذير ٿيا، سندن شمار عرب المستعرب سان ٿيئي ٿو جڏهن ته 'تاريخ فرشته' (جلد اول) ۾ خاص خيل، لوڏين جا قريب ۽ طبقات اڪبري جلد ٻئي ۾ آئين اڪبري جلد پهرئين موجب خاص خيلين کي ٻاهران آيل ۽ افغان ڄاڻايو ويو آهي. هي خاص حفاظتي دستو هوندو هو. ڪي افغان ذاتيون به 'خيلي' لفظ استعمال ڪن ٿيون، جيئن داؤد خيل، سليمان خيل، آدم خيل يا عيسيٰ خيل وغيره. مولائي شيدائيءَ هڪ هنڌ لکيو آهي ته: "اسلامي لشڪر جي سپهه سالار حضرت سعد بن ابي وقاص، خاص خيل فوج کي ڪوفي جي ڇانوڻيءَ ۾ مقرر ڪيو هو"

خاص خيلي قبيلو سنڌ سميت عربستان، مصر هندستان ۽ ملڪ جي ڪيترن هنڌن تي آباد آهي. مغل ۽ سنڌ جا ٻيا حاڪم به پنهنجيءَ حفاظت لاءِ 'خاص خيل' فوجي دستا مقرر ڪندا هئا. ٽالپرن جي دؤر ۾ به خاصخيلي جنگجو ۽ بهادرن جي حيثيت ۾، حڪمرانن سان گڏ حرم سراءِ جا نگهبان رهيا آهن. جنهنڪري راڄ ۾ سندن عزت هئي ۽ منجهانئن کي خاص وزير به بڻيا. ڪتاب 'تاريخ خاص خيلي' مرتب ملڪ محسن خاصخيليءَ جي لکڻ موجب خاص خيل فوج، قنوج جو قلعو فتح ڪرڻ ۾ سلطان محمود غزنويءَ جي وڏي مدد ڪئي هئي، وڏي تعداد ۾ خاص خيل لشڪر جڏهن سلطان جي فوج سان گڏ قنوج پهتو ته اتان جو 'راجا ڪورهه' حشمت ۽ شوڪت ڏسي دهلجي ويو ۽ قاصد موڪلي اطاعت جو اظهار ڪيائين." وڪيپيڊيا موجب خاص خيل قبيلو عربن سان سنڌ ۾ گڏجي آيو هو خاصخيلين ٽالپرن جي ڪمان هيٺ انگريزن سان جنگ ڪئي هئي ۽ جڏهن ٽالپر دور جو خاتمو ٿيو ته خاصخيلي پير صاحب پاڳاري جا مددگار ٿي وڙهندا رهيا.

هن وقت خاص خيلي قبيلو وڏي تعداد ۾ سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ آباد آهي. سجاول شهر جو نالو به سجاول خاصخيليءَ جي پٺيان پيل آهي. حر تحريڪ جو بهادر گوريلو بچو بادشاه به خاصخيلي هو. ان کان سواءِ ٻيا به ڪيترا ڳڻ جهڙا نالا ٿي گذريا آهن. 'ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا' موجب هن قبيلي جا ڪيترا پاڙا آهن. جن ۾: خوشحالاڻي، شابراڻي، سارنگاڻي، گلاباڻي، مراداڻي، ملڪ، مومن، ڪلاتي، لاسي، طالباڻي، دولاڻي، ميواڻي، رنڪاڻي وغيره آهن.

**خاصخيلي، جان:** نامور صحافي ۽ ليکڪ جان خاصخيليءَ جو پورو نالو جان محمد ولد حاجي خاصخيلي آهي. هن 23 اپريل 1956ع تي تعلقي هالا جي ڳوٺ ڪرم خان نظاماڻيءَ ۾ جنم ورتو سندس تعليمي لياقت ايم. اي (سوشيالاجي) آهي. شاعريءَ سان گڏ ڪهاڻيون به لکندو آهي. سندس شاعري 'ڏيئا ڏيئا لاٽ اسان' ڪتاب ۾ به تعارف سان ڇپيل آهي، جنهن ڪتاب جو تفصيلي مهاڳ شيخ اياز لکيو هو ۽ ان ڪتاب ۾ نئين ٽهيءَ جي شاعرن جو انتخاب شامل هو. جان خاصخيلي جي ڪهاڻين جو مجموعو 'گم ٿيل ماڻهوءَ جو سفرنامو' 1996ع ۾ ڇپيو. سنڌي ادبي سنگت ڪراچيءَ شاخ جو ڪيترا ڀيرا سيڪريٽري رهي چڪو آهي. ڪراچي پريس ڪلب، ڪراچي يونين آف جرنلسٽس، ۽ آرٽس ڪائونسل آف ڪراچيءَ جو ميمبر



رهيو آهي. سنڌي صحافت ۾ هلال پاڪستان، عوامي آواز، برسات، جاڳو پڪار ۽ خلق اخبارن سان واڳيل رهيو آهي. انگريزي اخبارن- ٽائيمس آف انڊيا، ڊان، نيوز لائين، هيرالڊ، ورلڊ نيٽ ڊيلي (آمريڪا) وغيره ۾ سندس ليک ۽ نيوز اسٽوريون پڻ شايع ٿيون آهن. هن وقت انگريزي اخبار 'دي نيوز' سان لاڳاپيل آهي.

**خاصخيلي، حسيب:** ملهه پهلوان حسيب ولد قائم خاصخيلي، ضلعي عمرڪوٽ جي شهر صوفي فقير جو رهاڪو هو سنڌ جي سمورن ميلن ۾ ملهه جي مقابلن ۾ کيڏي، ٻئي جوڙ جي وڏن پهلوانن ۾ شمار ٿيو هن پهلوان کي 'ڪمدار' نالي سان شهرت حاصل هئي. 90 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين، سندس آخري آرامگاهه صوفي صادق فقير سومري جي قبرستان ۾ آهي.

**خاصخيلي، ذوالفقار علي (راڳي):** ذوالفقار علي ولد فقير الهڏنو خاصخيلي، ٽنڊي الهيار جي ڳوٺ پاڪ سنگهار ۾، 5 آگسٽ 1974ع تي جنم ورتو پرائمري تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪيائين. ميٽرڪ ڳوٺ مبارڪ جروار هاءِ اسڪول مان ۽ انٽر ايس. ايم ڪاليج ٽنڊي الهيار مان پاس ڪيائين. ذوالفقار جو والد فقير الهڏنو مشهور صوفي راڳي آهي. سندس اوطاقي ماحول ۾ رهندي ذوالفقار عليءَ کي به اهو شوق جاڳيو



نيٺ پنهنجي والد کان راڳ جي سکيا ورتائين. ذوالفقار علي پهريان پي ٽي وي تان نعت شريف پڙهڻ سان شروعات ڪئي ۽ پوءِ پروڊيوسر نعيم بلوچ پروگرام 'سنڌ سيپتا' ۾ ۽ پروڊيوسر قربان چنا ڪيس پروگرام 'لوڪ رنگ' ۾ متعارف ڪرايو.

ذوالفقار عليءَ جا به آڊيو البم مارڪيٽ ۾ اچي چڪا آهن. جيڪي ٽرپروڊڪشن ڪمپنيءَ رڪارڊ ڪيا آهن. ڪيس ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي سيد مرتضيٰ شاهه ڏاڏائي ۽ نصير مرزا متعارف ڪرايو هيءَ مختلف پروگرامن ۾ فن جو مظاهرو ڪندو رهي ٿو هن فنڪار مختصر ڄمار ۾ جشن لطيف اوارڊ، مصري شاهه امام اوارڊ ۽ گاجيلي شريف جي درگاهه جو اوارڊ ۽ ڪيترائي سرٽيفڪيٽ حاصل ڪيا آهن. شاهه لطيف، سچل سرمست، مصري فقير، نواب ولي محمد لغاري، احمد فقير ڪنياڻ، منٺار راڄڙ ۽ ٻڊل فقير کان سواءِ جديد شاعرن ۾ شيخ اياز، استاد بخاري، مرتضيٰ ڏاڏاهي، حليم باغي، مانجهي ۽ ٻين شاعرن کي ڳائي داد ماڻي چڪو آهي.

**خاصخيلي، غلام حسين (ملهه):** نامور ملهه پهلوان غلام حسين ولد يوسف خاصخيلي، شهر صوفي فقير، تعلقي عمرڪوٽ جو ويٺل آهي. سڄيءَ سنڌ جي ميلن ملاکڙن ۾ ملهه وڙهندو رهيو آهي. هن احمد مري، ساجن مري، سيد جانب علي شاهه، جمن ڪالري، رحيم بخش ۽ لاڙ جي مشهور ملهه ۽ دادلي شيديءَ سان زبردست مقابلا ڪري پاڻ کي ٻي جوڙ جي ڪامياب ملهه مڃائڻ کان پوءِ هن لڳاتار ملهه جا مقابلا ڪري پاڻ کي پهرئين جوڙ ۾ پهچايو

**خاصخيلي، ليار (ملهه):** نامور ملهه پهلوان ليار ولد حسيب خاصخيلي صوفي فقير ضلعي عمرڪوٽ جو رهاڪو ٻئي جوڙ جو مشهور ملهه پهلوان ٿي گذريو آهي. 70 سالن جي عمر ۾ ملهه تان رٽائر ڪيائين. ليار خاصخيلي سنڌ جي وڏن ميلن ملاکڙن ۾ ملهه جا مقابلا ڪري پاڻ مڃايو هن وقت هو نئين ٽهي کي ملهه جي فن جي سکيا ڏيندو آهي ۽ سندس هڪ پٽ به ملهه پهلوان آهي.

**خاصخيلي، محمد ابراهيم:** ناليوارو فنڪار محمد ابراهيم ولد اڳارو خان خاصخيلي تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ ڄائو هن کي ننڍي هوندي کان ئي ساز آواز سان بيحد دلچسپي هئي، هرهفتي جمعي جي رات نٿوشاهه بخاريءَ جي درگاهه تي راڳ ڳائيندو هو سندس استاد سنڌ جو مشهور راڳي استاد محمد يوسف هو جنهن کيس پنهنجي شاگرديءَ ۾ راڳ سيکاريو هن وقت تائين سندس 100 کن ڪيسٽون مختلف ڪمپنين رڪارڊ ڪيون آهن. ان کانسواءِ ريڊيو ۽ ٽي وي تي به پروگرام ڪندو رهي ٿو

**خاصخيلي، يڪو (ملهه):** نالي واري ملهه پهلوان يڪي خاصخيلي، ڪوٽ غلام محمد، ضلعي ميرپورخاص ۾ جنم ورتو پوءِ سندس مائٽ اتان لڏي وڃي ٽنڊي غلام عليءَ ويجهو هڪ ڳوٺ ۾ آباد ٿيا. کيس ننڍي هوندي کان ئي ملهه جو شوق هوندو هو تنهنڪري ننگرپارڪر جي مشهور پهلوان سانوڻ خان چانڊيي کان ملهه جي باقاعدي سکيا ورتائين. استاد سانوڻ خان کيس ٿوري عرصي ۾ ملهه جا سڀ انگ سيکاري شاگرديءَ جو



ڏاڳو ٻڌو ۽ کيس ملاکڙن ۾ ملهه وڙهڻ جي اجازت ڏني. ٽئين جوڙ ۾ ڏيڍ سال وڙهڻ کانپوءِ سٺي ڪارڪردگي ڏيکارڻ ڪري ٻئين جوڙ ۾ شامل ٿيو ٻئين جوڙ ۾ پهچڻ کانپوءِ هن سڄي سنڌ جي ملاکڙن ۾ شرڪت ڪري مشهور پهلوانن سان مقابلا ڪري سرسي حاصل ڪئي. ڏيڍ سال بعد ترقي ماڻي پهرئين جوڙ ۾ شامل ٿيو پهرئين جوڙ ۾ اچڻ کانپوءِ هن کي وڏن وڏن ملهه پهلوانن سان مقابلا ڪرڻا پيا، هميشه کيس ڪاميابي نصيب ٿي. ميرپور خاص جي هڪ ملاکڙي ۾ ڪشتي جي مشهور پهلوان اڪرم کي شڪست ڏيڻ ڪري، ان وقت جي ڊپٽي ڪمشنر پاران کيس سورنهن ايڪڙ زمين انعام ۾ ملي. هو لاڳيتو ٻارهن سال ملهه وڙهيو ان بعد گوڏي ۾ ڏک لڳڻ سبب ملهه وڙهڻ ڇڏي ڏنائين. 1974ع ڌاري 35 سالن جي عمر ۾ پنهنجي ذات وارن جي هٿان ذاتي دشمنيءَ سبب کيس قتل ڪيو ويو

**'خاطي' محمد اسماعيل ڪنيار، ٺٽوي:** نامور عالم ۽ اديب مولوي حاجي محمد اسماعيل ٺٽوي ولد مياڻجي محمد حسين ڪنيار، 1911ع ڌاري ڳوٺ رامون ڪنيار، تعلقي شاهبندر، ضلعي ٺٽي ۾ جنم ورتو شروعاتي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪيائين، پوءِ برک عالم مفتي محمد حسين صديقيءَ وٽ پڙهيو مولانا محمد اسماعيل جوانيءَ ۾ ئي علمي ادبي ڪمن، تحريڪن ۽ روحانيت ڏانهن راغب هو هن سرهندي بزرگن مان خواجه محمد حسن جان سرهنديءَ جو پوئلڳ ٿي نقشبندي

طريقو اختيار ڪيو. پنهنجي والد سان گڏجي ملڪي تحريڪن ۾ حصو ورتائين. پيءُ جي وفات بعد ڪراچيءَ ۾ سيمينٽ جي ڪارخاني ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. پنهنجي گهر جي پر ۾ درس تدريس لاءِ حاجي عبدالحسين جي مدد سان مدرسو قائم ڪيائين. هيءُ حڪيم به هو. هن عبدالحسين وينجهر کان متاثر ٿي لکڻ شروع ڪيو. ڪيترا ڪتاب ترجمو ڪيائين ۽ سهيڙيائين. نثر نويس سان گڏ شاعر به هو. شاعريءَ ۾ 'خاطي' تخلص استعمال ڪندو هو. سندس ڪيترا ترجمو ڪيل ۽ ترتيب ڏنل ڪتاب شايع ٿيل آهن. جن ۾: 'جمال حبيب'، 'برڪات الصلواة' (ترجمو)، 'بناءِ الاسلام' (ترتيب)، 'مجمع الدعوات' (ٻه ڀاڱا)، 'نماز مترجم'، 'ياسين شريف' (ترجمو)، 'ذبح شڪار' (ترجمو)، 'ڪتاب الصوم'، 'ڪتاب الذڪواة'، 'مجمع المناجات' (ترجمو)، 'دعا صديق اڪبرؓ' (ترجمو 'حج جي سعادت' شامل آهن.

سندس پهرئين ڪتاب 'جمال حبيب' تي کيس ڊسمبر 1981ع تي مذهبي مامرن واري وفاقي وزارت طرفان 'ستاره امتياز' ۽ پنج هزار رپيا انعام طور مليا. سندس هي ڪتاب بعد ۾ سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشوري پاران به ڇپيو. سندس ڪتاب 'ذبح شڪار' هيوپيرو سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ 2010ع ۾ ڇاپيو آهي. هيءُ نامور عالم 8 جولاءِ 1996ع تي وفات ڪري ويو. سندس آخري آرام گاهه مڪلي قبرستان ۾ آهي.

**خافي خان:** خافي خان، مغل دور جو نامور تاريخدان ۽ محقق هو. هن تيموري خاندان جي تاريخ 'منتخب اللباب' ۾ قلمبند ڪئي. هن تذڪري ۾ سنڌ جي ارغون ۽ ترخان حڪمرانن ۽ مغل اميرن جو به تفصيلي ذڪر موجود آهي. 'منتخب اللباب' فارسي تذڪري جو اردوءَ ترجمو ويجهڙائيءَ ۾ ڪراچيءَ مان شايع ٿيو آهي. هي سنڌ جي تاريخ جو هڪ اهم ماخذ آهي. خافي خان جو اصل نالو محمد هاشم نظام الملڪي هو ۽ کيس خافي/ خوافي خان جو لقب بادشاهه محمد شاهه ڏنو هو. ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته هن جو تعلق خاف شهر جي هڪ قبيلي سان هئڻ ڪري خافي سڏبو هو. خاف، ايرندي ايران جو هڪ ضلعو آهي. خافي خان، خواجه مير جو پٽ هو. جيڪو شاهجهان بادشاهه جي پٽ مراد بخش جو هڪ رازدار ملازم هو. هن جي ولادت جي تاريخ ۽ هنڌ معلوم نه آهن. پر اها ڳالهه يقيني آهي ته سندس پيدائش هندستان ۾ ٿي هئي. تاريخي حالتن جي اندازي سان چئي سگهجي ٿو ته سندس ولادت 1664ع ڌاري ٿي هوندي. هن اورنگزيب، بهادر شاهه ۽ محمد شاهه جي دؤرن ۾ دڪن ۽ گجرات ۾ ملازمت اختيار ڪئي ۽ ڪافي عرصي تائين سورت ۽ احمد آباد ۾ به رهيو. بهادر شاهه جي حڪومت جي ابتدا ۾ هي ڪمپانير جو گورنر هو. زندگيءَ جا آخري ڏينهن آصف جاهه نظام الملڪ جي ملازمت ۾ بسر ڪيائين. انهيءَ ڪري سندس 'نظام الملڪي' لقب به مشهور آهي. خافي خان جي وفات جي به تاريخ نه ٿي ملي، پر ڪن مورخن اندازي تي سندس وفات جو سال 1753ع ڄاڻايو آهي.

**خاقان:** ترڪيءَ جو شاهي لقب، جيڪو ڇهين صدي عيسويءَ ۾ حڪمران اختيار ڪندا هئا. هن لقب جو مفهوم آهي 'خانن جو خان'. شهنشاهه 'خاقان' ڪي اجا تائين ترڪيءَ جو قومي خطاب سمجهيو وڃي ٿو. ايران جي بادشاهه فتح علي شاهه قاچار جو خطاب ۽ تخلص به 'خاقان' هو ۽ هن جا سنڌ جي ٽالپر حاڪمن سان دوستاڻا تعلقات هئا.

**'خاڪ' در محمد ڪانڌلوي:** مشهور عالم ۽ شاعر مولوي در محمد 'خاڪ' ڪانڌلويءَ 12 ربيع اول 1312هه/ 14 سيپٽمبر 1894ع ڌاري



ڪانڌڙا، (ضلعي لاڙڪاڻي) هاڻي قنبر شهداد ڪوٽ ۾ جنم ورتو. سندس خاندان مان ڪيترا بزرگ ٿي گذريا آهن. جن مان شاهه احمد نالي هڪ بزرگ تغلق بادشاهه سان گڏجي سنڌ ۾ آيو هو ۽ نصير آباد، ضلعي قنبر شهداد ڪوٽ ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائين ۽ هن ئي ڪانڌڙا ڳوٺ جو بنياد رکيو هو. مولانا در محمد بهترين شاعر هو. شاعريءَ ۾ پهرين 'خطائي' ۽ پوءِ 'خاڪ' تخلص ڪم آڻيندو هو. مولانا در محمد 'خاڪ' شاعر هئڻ سان گڏ ناميارو ليکڪ ۽ فتوا نويس به هو. تصوف جي شرح ۽ فتوئن تي ڪيترا ڪتاب لکيائين. سندس ڪتابن ۾ حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي صوفياڻي شرح 'خزانة العارفين' نهايت مقبول آهي. مولانا صاحب انجمن همدرد نصيرآباد ۽ نزم لطيف نصيرآباد جو صدر پڻ رهيو. هن پنهنجو وقت اڪثر زهد ۽ تقويٰ ۾ گذاريو. سندس شاعري نعت، ڪافين، غزلن، ۽ نظم جي صنف تي آڌاريل آهي.

**خاڪسار:** هيءُ هڪ لقب آهي، جيڪو خاڪسار تحريڪ جي ڪارڪنن لاءِ استعمال ٿيندو هو. برصغير هند ۾ علامه عنايت الله مشرقيءَ خاڪسار تحريڪ جو بنياد وڌو. ان تحريڪ کان متاثر ۽ لاڳاپيل ماڻهو پاڻ کي 'خاڪسار' سڏائيندا هئا. سنڌ ۾ عبدالغفور قاضي هالا وارو، حفيظ قريشي، جمال ابڙو، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، نصير محمد نظاماڻي، محمد اڪبر قاضي ۽ ٻيا ڪيترائي خاڪسار سڏائيندا هئا. سنڌ جي سياسي وايو منڊل تي هن تحريڪ جا گهرا اثر پيا ۽ مسلم سياستدان هن تحريڪ مان متاثر هئا. (وڌيڪ ڏسو: خاڪسار تحريڪ)

**خاڪسار تحريڪ:** خاڪسار تحريڪ ننڍي کنڊ جي هڪ سياسي ۽ سماجي تحريڪ آهي، جيڪا علامه عنايت الله مشرقيءَ 1931ع ۾ شروع ڪئي هئي. هن تحريڪ جو باني علامه عنايت الله مشرقي، آل انڊيا مسلم ليگ ۽ ڪانگريس جي پاليسين سان متفق نه هو ۽ سندس خيال هو ته هنن ٻنهي پارٽين جا نعرا رڳو چوڻ کان لاءِ آهن؛ ان ڪري هن ڌار جماعت 'خاڪسار تحريڪ' جي نالي سان قائم ڪئي. علامه جو مقصد هو ته طاقت جي استعمال سان آزادي حاصل ڪري هڪ اسلامي رياست قائم ڪجي. خاڪسار تحريڪ ۾ جوش ۽ ولولو 1940ع کان پوءِ آيو.



خاڪسار تحريڪ جو باني علامه عنايت الله مشرقي

علامه مشرقيءَ خاڪسار تحريڪ جا چوويهه اصول ۽ چوڏهن نڪتا ڏنا هئا. هن تحريڪ جو مقصد ماڻهن جي تربيت ۽ اصلاح ڪرڻ هو. هيءَ نظرياتي هئڻ سان گڏ هڪ فوجي تحريڪ به هئي. هڪ خاڪسار خاڪي ورديءَ ۽ بيلچي سان مسلمانن جي عسڪري طاقت جي علامت سمجهيو

ويندو هو. خاڪسارن کي ضلعي وار منظم ڪيو ويو. هفتي ۾ هڪ ڏينهن شام جي وقت اجتماع ٿيندو هو جنهن ۾ خاڪسار فوجي تربيت حاصل ڪندا هئا. خاڪسارن خدمت جي جذبي کي وڌايو ۽ وڏي شهرت ماڻي. خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ جا ٽي اصول هئا: (1) الله تي ايمان، (2) آخري رسول تي ايمان، ۽ (3) آخرت تي ايمان. علامه مشرقيءَ کان پوءِ خاڪسار تحريڪ جي واڳ ميان بشير احمد صديقيءَ 1963ع کان 1983ع تائين سنڀالي. ان بعد حاجي منظوم الاهي خاڪسار تحريڪ جو قائد



خاڪسار تحريڪ جا سالار عام ماڻهن جي ميڙ سان مخاطب ٿيندي

رهيو. تحريڪ جو مرڪزي دفتر اڇري، لاهور ۾ هو.

سنڌ ۾ خاڪسار تحريڪ متعارف ڪرائڻ ۾ نصير محمد نظاماڻيءَ جو وڏو هٿ هو جنهن سان قاضي محمد اڪبر ٻانهن ٻيلي رهيو. ان جو پهريون مرڪز حيدرآباد ڪي ڪيو ويو. بعد ۾ سنڌ جي ٻين علائقن ۾



خاڪسار تحريڪ جا سالار (فيروز پور ڇانوڻي، ڪئمپ)

ڦهلاءُ ٿيو. لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد ۾ پير الاهي بخش هن تحريڪ جون شاخون قائم ڪري ان کي عوامي تحريڪ طور اُڀاريو. جڏهن ته ڪراچيءَ ۾ هن تحريڪ جا محرڪ سيد حضرت شاهه ۽ قاضي عبدالرسول ايڊووڪيٽ هئا. خاڪسار تحريڪ ۾ جي. ايم. سيد، غلام مصطفيٰ پرڳڙي، مير علي احمد ٽالپر، الهه بخش خان ٽالپر، يوسف هارون، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، ائڊووڪيٽ حفيظ قريشيءَ ۽ تاج صحرائيءَ به هڪ وقت ڀرو ورتو.

سنڌ ۾ 36-1935ع ڌاري خاڪسار تحريڪ جا صوبائي عهديدار: غلام مصطفيٰ پرڳڙي (امير)، لعل بن يوسف چانديو (سالار)، پيرجان محمد ۽ مير نور حسن (جانباز)، مير علي احمد ٽالپر (حاڪم اعليٰ)، مير حاجي غلام حسين، علي اڪبر ڪلهوڙو ۽ مير محمد خان (نائب حاڪم اعليٰ)، جڏهن ته سنڌ خاڪسار جا سالار اعليٰ: يوسف هارون، جي. ايم. سيد ۽ پير الاهي بخش هئا.

ڪتاب 'تحريڪ آزاديءَ ۾ سنڌ جو ڪردار' موجب سنڌ ۾ خاڪسار تحريڪ جي اهم ميمبرن ۾ نوابشاهه مان قاضي فيض محمد، حمزو خان قريشي، الهه اوڀايو ميمڻ، مولوي محمد معاذ، مير محمد خشڪ، عبدالڪريم ميمڻ، حيدرآباد مان خير محمد نظاماڻي، سيد بچل شاهه، احمد شير راجپوت، ڪراچيءَ مان محمد هاشم گزدر، حاڪم افغاني، هارون الرشيد ۽ حشمت انبالوي، ٿرپارڪر مان مير علي بخش ٽالپر، مير غلام حسين ٽالپر ۽ محمد سليمان ايڊووڪيٽ، سکر مان شمس الدين شاهه علي اڪبر ڪلهوڙو شڪارپور، جيڪب آباد مان مير محمد واڱهو الاهي بخش بلوچ ۽ بيگم عبدالرزاق مغل ۽ ٻيا هئا، جن هن تحريڪ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو ان کان سواءِ مولوي محمد يعقوب حاجاڻي مولانا احمد مجذوب دل، تاجپور جو نواب حاجي محمد دائود ٽالپر، مشهور شاعر مظفر حسين جوش، نامور صحافي سيد سردار علي شاهه، پروفيسر ڪريم بخش نظاماڻي، مير نور حسن ٽالپر به هن تحريڪ جا اهم ڪارڪن رهيا.

**خاڪسار سپاهي** (رسالو): هيءُ رسالو 1937ع کان سنڌ مان نڪرڻ شروع ٿيو جنهن جو ايڊيٽر مير الهه بخش ٽالپر هو. هي ماهوار رسالو موتي اليڪٽرڪ پرنٽنگ ورڪس تلڪ روڊ حيدرآباد ۽ آفتاب پرنٽنگ پريس، ٽنڊي مير محمود حيدرآباد مان ڇپبو هو. 1945ع ڌاري 'خاڪسار سپاهي' رسالو به بند ٿي ويو.

**خاڪو**: خاڪي جي لغوي معنيٰ آهي، نقشو ڍانچو شڪل يا تصوير. ڪنهن فرد جي ذات ۽ شخصيت بابت هڪ مختصر مضمون کي به چئبو آهي. جنهن ۾ ڪنهن جي تفصيلي سوانح حيات بيان نه ڪبي آهي. خاڪي جو انداز بيان سنجيده به ٿيندو آهي ته ان ۾ شگفته بيانيءَ کان به ڪم وٺبو آهي. خاڪو ڏٺل وائٺل دوست يا علمي، ادبي يا ڪنهن به شعبي سان واسطيدار شخصيت بابت لکيو ويندو آهي، جنهن سان لکندڙ جي ويجهڙائي هوندي آهي. خاڪو تاثراتي به هوندو آهي، پروفائيل تي ٻڌل به ٿيندو آهي.

سنڌي توڙي اردوءَ ۾ ڪافي خاڪا لکيل ملن ٿا. نقوش ۽ ٻين رسالن ۾ ڇپيل خاڪا وڏي اهميت وارا آهن. شاهد حنائيءَ جا خاڪا مشهور رهيا آهن. خاص ڪري سنڌي ليکڪن مان به ڪيترن اديبن جا سندن همعصرن، دوستن ۽ مختلف شعبن سان واسطيدار شخصيتن تي خاڪا لکيل آهن. سنڌيءَ ۾ خاڪن جا ڪتاب ٿورا ڇپيا آهن. شيخ عبدالرزاق جو ڪتاب 'سانگي کي ساريام' (1972ع)، تنوير عباسيءَ جو 'منهن تنين مشعل'، عبدالقادر جوڻيجي جي خاڪن جو مجموعو 'شڪليون'، طارق اشرف جو 'جيل گهاريل جن سان'، منير پرڳڙيءَ جو 'خاڪا'، رسول بخش درس جو ڪتاب 'رهاڻ هيرن ڪاڻ'، پير علي محمد راشديءَ جو ڪتاب 'اهي ڏينهن اهي شينهن' (هي خاڪا تاريخي ۽ سياسي آهن)، ماهتاب محبوب جا ڪتاب 'جيءَ جهروڪا' ۽ 'چند چهرا'، موتي پرڪاش جو ڪتاب 'ڏٺي ڏينهن ٿيام'، خاڪن جي ڪتابن ۾ شمار ٿين ٿا.

**خاڪي** (Khaki): خاڪ معنيٰ مٽي، ۽ خاڪي رنگ مٽيءَ جهڙو ٿئي ٿو. خاص طور فوجي ورديءَ لاءِ 'خاڪي' لفظ استعمال ٿيندو آهي. هي خاڪي ڪپڙو سوٽي ڌاڳي ۽ اُن کي ملائي تيار ڪيو ويندو آهي. 'خاڪي وردين' کي سرهيري بيورنيٽ ۽ وليم اسٽيفن 1848ع هندوستان جي برطانوي فوجين لاءِ متعارف ڪرايو هو. اڳتي هلي 1857ع واري بغاوت وقت خاڪي وردي وڏي پيماني تي استعمال ٿي رهي هئي، جيڪا اڳتي هلي هندستان جي برطانوي فوج جو يونيفارم بڻجي وئي ۽ هن وقت پاڪستاني فوج جو يونيفارم آهي.

**خاڪي جويو:** (ڏسو: جويو، خاڪي، جلد ٻيو).

**'خاڪي' سيد احمد شاهه:** سيد احمد شاهه 'خاڪي' 1908ع ڌاري ڳوٺ ابل جي وسي، تعلقي بدين ۾ جنم ورتو. سنڌو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس همعصر شاعرن ۾ حاجي پير بخش فاروقي، قاضي گل حسن عباسي ۽ مولوي حاجي احمد ملاح شامل آهن. هن جو ڪلام غزل، ڪافين ۽ لوڪ ادب جي صنفن تي مشتمل آهي. هن 1943ع ڌاري وفات ڪئي. سندس مزار فتح محمد شاهه جي مقام، راجو خانائيءَ ويجهو ڳوٺ دودي ڪوريءَ ۾ دفن ڪيو ويو. سندس ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

مٽي انگور اوپڙ ٿي، پون بونڊون بهاريءَ جون،
سدائين ساوڪون سونهن، پلايون پال باريءَ جون،

پيو پاڻي پٽن پهريو، پلر پوٺن مٿي پلٽي،
برن ۾ باس خوشبو جي، فرحتون غمگساريءَ جون.

*(حوالو: سنڌي ڪافيون، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ)*

**خالد** (ديهه): ضلعي ۽ تعلقي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪوبه ڳوٺ شامل نه آهي.

**خالد آزاد:** نوجوان ليکڪ خالد آزاد جو پورو نالو خالد حسين ولد حاجي جڙيو وگهيو آهي. خالد آزاد سنڌو شاعر ۽ ڪهاڻيڪار پڻ آهي. هن ڪيترا تنقيدي ۽ تحقيقي مقالا لکيا آهن. سندس سڃاڻپ ٻاراڻي ادب جي محقق، ڪهاڻيڪار، ٻارڙن جي رسالي 'ادا سائين' جي ايڊيٽر طور مشهور آهي.



خالد آزاد، پهرين جنوري 1978ع، مسو پرڳڙي پرسان ڳوٺ جلال وگهيي، تعلقي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي ۽ ثانوي تعليم مسو پرڳڙيءَ مان، انٽر سائنس ڊگري ڪاليج مٽياريءَ مان ۽ بي. اي ۽ ايم. اي (سنڌي ادب) سنڌ يونيورسٽي، ڄامشوري مان ڪئي.

خالد آزاد لکڻ جي شروعات ٻارن جي رسالي 'ارڇڪ مرڇڪ' کان 1993ع ڌاري ڪئي، بعد ۾ سندس ڪهاڻيون ۽ شعر ماهوار 'ڪينجهر'، 'عبرت مئگزين'، روزانه 'ٻختور' ۽ ماهوار 'ادب' ۾ شايع ٿيندا رهيا. ان دوران 1995ع کان 2000ع تائين هن ٻارن جي رسالن 'گلستان'، 'سنڌي ٻارڙا پبليڪيشن' ۽ ٻارڙن جي اخبار 'سنڌ سرهاڻ' ۾ سب ايڊيٽر ۽ اسسٽنٽ ايڊيٽر ۽ سنڌي اخبارن، عبرت ۽ پاڪ سنڌ ۾ سب ايڊيٽر طور ڪم ڪيو. خالد آزاد 2000ع ۾ سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ ريسرچر مقرر ٿيو ۽ جلد ئي ٻارن جي ادب بابت صلاحڪار ڪاميٽيءَ جو ڪيس ميمبر بنايو ويو ۽ هو 2001ع ۾ 'ٻارن جي ادب' شعبي جو انچارج مقرر ٿيو. بعد ۾ پبليڪيشن شعبي ۾ ايڊيٽر ۽ پبليڪيشن آفيسر رهيو ۽ هن وقت ونس اسسٽنٽ ڊائريڪٽر (ائڊمن) جي چارج آهي. خالد آزاد ٻارن جي ماهوار رسالن 'گلڙا'، 'ٽٽ ڪٽ'، 'ساٿي'، 'گل ڦل' وغيره جي ايڊيٽوريل بورڊن جو ميمبر ۽ ٻارن جي مشهور رسالي "ادا سائين" جو ايڊيٽر به رهيو آهي. ڪيس 2009ع ۾ ٻارن جي ادب تي ڪم ڪندڙ بين الاقوامي اداري "انٽرنيشنل ريسرچ سوسائٽي فار چلڊرين لٽريچر" جو پاڪستان ۾ اعزازي ميمبر مقرر ڪيو ويو. هن دعوه اڪيڊمي اسلام آباد، وفاقي اردو يونيورسٽي ڪراچي، مليئر اسٽوڊنٽس فورم ڪراچي ۽ ٻين ادارن جي ڪانفرنسن ۽ پروگرامن ۾ شرڪت ڪري، ٻاراڻي ادب تي مقالا پڙهيا ۽ ڪيترا ليڪچر ڏنا آهن. ٻاراڻي ادب ۾ خدمتن عيوض ڪيس دعوة اڪيڊمي اسلام آباد، 'نشان اعزاز' سان گڏ سنڌ چلڊرين اڪيڊمي خيرپور، سنڌي ٻالڪ ادبي سنگت، نٽ ڪٽ گروپ آف پبليڪيشن، ماهوار ساٿي، روشن دنيا ٻالڪ سنگت، هيومن ڊيولپمينٽ ائسوسيئيشن مليئر، اسٽوڊنٽس اينڊ رائيٽرز فورم ڪراچي، مونو پبلڪ انگلش هاءِ اسڪول حيدرآباد، پيرل قمبر ادبي سنگت شهدادڪوٽ، فيڊرل اردو يونيورسٽي ڪراچي ۽ ٻين ادارن کان مڃتا ايوارڊ ۽ شيلڊون ملي چڪيون آهن.

خالد آزاد جي ٻاراڻي ادب بابت: ڇپيل ڪتابن ۾ 'جيجل جي هنج ۾' (ڪهاڻيون: 2001ع)، 'جانورن جو بادشاهه' (خير محمد بلوچ سان گڏ ترجمو: 2001ع)، 'ڏاها پائر' (ترتيب: 2001ع) ۽ 'سچ ايرڻ کان پوءِ' (ناول: 2005ع) شامل آهن. ان کان سواءِ خالد آزاد، پنهنجي ساٿي، خان محمد جروار سان گڏ 'انگريزي- سنڌي دفتري لغت' پڻ ترتيب ڏني آهي، جيڪا سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ، 2009ع ۾ شايع ڪئي آهي. خالد آزاد 2010-11ع دوران سنڌي ادبي سنگت شاخ حيدرآباد جو سيڪريٽري پڻ رهي چڪو آهي.

**خالد بن عبدالعزيز:** سعودي عرب جو مشهور بادشاهه. خالد بن عبدالعزيز، سعودي عرب جي ابن سعود خاندان جي بادشاهت واري جي ٽئين دور جو چوٿون بادشاهه ٿي گذريو آهي.



عربستان جو ابن سعود خاندان، اصل ۾ رياض جو رهواسي هو. هن خاندان جي باني محمد بن سعود جو سالخ نالي قبيلي سان واسطو هو. هي قبيلو عربستان جي هڪ تمام وڏي قبائلي گروهه بنو عشرة سان تعلق رکندو هو. هن خاندان جي باني محمد جو والد سعود، ٻارهين صديءَ عيسويءَ ۾ رياست درعية جو حڪمران رهيو هو.

خالد بن عبدالعزيز جو جنم، 13 فيبروري 1913ع تي رياض جي هڪڙي وسنديءَ ۾ ٿيو. سندس والده محترمه جو نالو جاهورا بنت مُحيد هو. جيڪا پڻ سعود قبيلي سان واسطو رکندي هئي.

خالد بن عبدالعزيز کي ننڍيءَ عمر ۾ ئي پنهنجي والد عربستان جي ريگستاني علائقن جي معاملن ۽ فيصلن لاءِ مقرر ڪيو هو. هن والد پاران ڏنل ذميواريون بخوبي نڀايون. جنهنڪري سندس سياسي ۽ حڪومتي حلقن ۾ سندس شهرت تمام گهڻي وڌي وئي. خالد بن عبدالعزيز پنهنجي ڀاءُ شاهه فيصل ۽ سوٽ شاهه فهد جو وڏو حامي هو. هُن 1934ع ۾ پنهنجي ڀاءُ شاهه فيصل جي نگرانيءَ ۾ يمن خلاف مهم ۾ ڀرپور حصو ورتو. جنهن ڪري کيس 'مين آف سينڊ' (Man of Sand) جو لقب ڏنو ويو.

خالد بن عبدالعزيز پنهنجي ڀاءُ شاهه فيصل جي ٻانهن ٻيلي هئڻ ڪري هميشه سرڪاري وفدن ۾ شامل رهندو هو. 1939ع ۾ لنڊن ۾ فلسطين جي مسئلي بابت ڪانفرنس ۾ پڻ شاهه خالد بن عبدالعزيز شاهه فهد سان گڏ شريڪ ٿيو. 1970ع وارين ڏهاڪي ۾ خالد بن عبدالعزيز بيماريءَ جي سياست کان ڪناره ڪشي اختيار ڪئي. ان ڪري سندس حڪومت ۾ اچڻ ۽ حڪومت ڪرڻ جا امڪان گهٽجي ويا. نه صرف ايترو، پر سياسي ۽ عام حلقن ۾ خالد بن عبدالعزيز هڪ غير معروف شخص بڻجي ويو. ليڪن 25 مارچ 1975ع تي سعودي عرب جي بادشاهه شاهه فيصل جي مارجي وڃڻ کان پوءِ کيس سعودي عرب جو بادشاهه بڻايو ويو ۽ هن حڪومت جون واڳون سنڀالي ورتيون.

خالد بن عبدالعزيز سعودي عرب کي ماڊرن رياست بڻائڻ ۾ تمام وڏو ڪردار ادا ڪيو. هن ڪيترائي سفارتي وفد ٻاهرينءَ دنيا جي ملڪن ۾ اماڻيا. نه صرف ايترو، پر هن اقوام متحده ۾ پڻ سعودي عرب جي نمائندگي ڪرائي. خالد بن عبدالعزيز ملڪ جي پرڏيهي پاليسي، ترقي پسند سوچ جي بنياد تي جوڙي. جنهن سان سندس ملڪ کي تمام گهڻو فائدو پهتو هن پنهنجي ملڪ ۾ جديد عمارت سازي ۽ مجسمي سازي لاءِ ٻاهرينءَ دنيا مان ڪيترا ڪاريگر ۽ ڄاڻو ماڻهو گهُرايا. جن هن ملڪ ۾ جديد عمارتن جو بنياد وڌو.

خالد بن عبدالعزيز جي وقت ۾، 1975ع ڌاري ابو ظهبي، عمان ۽ سعودي عرب جي سرحدي تڪرارن جي نبيري لاءِ هڪ معاهدو 'البرايمي اوسيئيس' نالي سان ٿيو. 1982ع ۾ هن آمريڪا سان هڪ معاهدو ڪري F-15 جهاز پنهنجي ملڪ لاءِ ورتا. هن معاهدي وقت آمريڪا جو صدر جمي ڪارٽر هو. جنهن هن معاهدي تحت 60 جهاز سعودي عرب کي ڏنا. معاهدي موجب سعودي ايئر لائين لاءِ بوئينگ 747 پڻ خريد ڪيا ويا.

خالد بن عبدالعزيز 1973ع کان ملڪ ۾ پيدا ٿيل تيل جي بحران کي ختم ڪرڻ ۾ پڻ تمام وڏو ڪردار ادا ڪيو ۽ ملڪ کي وڏي ترقي وٺرائي خالد بن عبدالعزيز پنهنجي جديد پرڏيهي پاليسيءَ هيٺ سعودي عرب ۾ ڪافي تعداد ۾ ٻاهرين ملڪن مان فني ماهر ۽ ڪاريگر گهرائي، وڏا ترقياتي ڪم ڪرايا ۽ صحت جي شعبي کي وڌيڪ مضبوط بڻايو. 1981ع ۾، خالد بن عبدالعزيز گلف مسئلي بابت ڪانفرنس جي صدارت ڪري، مسئلي جي حل لاءِ تمام وڏي ڪوشش ڪئي.

خالد بن عبدالعزيز، اسلام آباد ۾ شاهه فيصل جي نالي نهنڊڙ 'فيصل مسجد' جو 12 آڪٽوبر 1976ع تي سنگ بنياد رکيو.

سعودي عرب جي شهنشاهه خالد بن عبدالعزيز، 13 جون 1982ع تي دل جي دؤري سبب وفات ڪئي. سندس وفات کان پوءِ هن جي نالي سان رياض شهر ۾ 'خالد انٽرنيشنل ايئرپورٽ' تعمير ڪرايو ويو. گڏوگڏ 'خالد ملٽري سٽي' پڻ ناهي وئي.

**خالد بن وليد:** خالد بن وليد اسلامي دنيا جو هڪ وڏو ۽ ڪامياب سپهه سالار ٿي گذريو آهي. هن کي سيف الله جو لقب پڻ حاصل هو. حضرت محمد صلي الله عليه وسلم ۽ سندس ساٿين حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه ۽ حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه جي زماني ۾، خالد بن وليد کي ڪامياب سپهه سالار واري حيثيت حاصل هئي. هيءَ صحابهِ ڪرام ۾ هڪ ممتاز شخصيت طور سڃاتو ويندو هو خالد بن وليد احد جي جنگ (625ع) ۾ جيتوڻيڪ مسلمانن خلاف وڙهيو هو پر ٻن سالن کان پوءِ اسلام قبول ڪري، مڪي جي فتح جي موقعي تي، اسلامي لشڪر ۾ اچي شامل ٿيو. رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جي وصال کان پوءِ، خالد بن وليد مسلمانن جي اختيار ۾ هٿ مان نڪري ويل ڪيترائي علائقا هڪ ڀيرو وري پنهنجي قبضي ۾ آندا. حضرت ابوبڪر رضي الله تعاليٰ عنه کيس ڏکڻ اوڀر طرف عراق فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو جتي هن 'الحيره' کي فتح ڪيو. هن بازنطيني فوجن کي پڇائي، دمشق کي پنهنجي گهيري ۾ آندو جنهن ڪري انهن 4 سيپٽمبر 635ع تي هٿيار ڦٽا ڪيا. ان کان پوءِ خالد بن وليد اتر طرف اڳتي وڌيو ۽ 636ع ڌاري يرموڪ درياهه جي ڪناري تي هڪ طاقتور بازنطيني فوج جو مقابلو ڪيائين. ان فوج ۾ بازنطيني، عيسائي، عرب، آرمينائي دستا شامل هئا. ان هوندي به خالد بن وليد کين شڪست فاش ڏني. هيءُ واقعو 20 آگسٽ 636ع تي ٿيو جنهن ۾ يرموڪ واديءَ ۾ اٽڪل 50 هزار بازنطيني سپاهي مارجي ويا. هن واقعي کان پوءِ ٻيون ڪيتريون اسلامي فتحون ممڪن ٿي سگهيون.

**خالد بن يزيد:** خالد بن يزيد، اُميه شاهي خاندان سان تعلق رکندڙ هڪ اهم شخص ٿي گذريو آهي. جنهن جو جنم 85هه مطابق 704ع ۾ ٿيو هن اُميه خاندان جي شاهي محل ۾ پرورش حاصل ڪئي. جتي سندس سٺي تعليم ۽ تربيت جو بندوبست ڪيو ويو. خالد بن يزيد پنهنجي طبيعت ۾ بيحد سادگي پسند هو. جنهنڪري، هو تخت ۽ تاج کان محروم رهيو. پر هو عملي دنيا ۾ پنهنجن ڪمن جي ڪري ڏاڍو مشهور ٿيو خالد بن يزيد کي علم ڪيميا سان خاص دلچسپي هئي. ان کان سواءِ کيس ستارن جي علم (نجوم) سان به وڏو لڳاءُ هو. خالد بن يزيد اسلامي دنيا جو پهريون سائنسدان هو. هن پنهنجي وقت ۾ ڪيترن ئي سائنسي ڪتابن جا ترجما ڪرايا.

خالد بن يزيد علم هئيت (ستارن جي علم) ۾ آسماني گولو ٺهرايو، جيڪو گولو ڌاتن جو ٺهيل هو. هن سون ٺاهڻ جي به وڏي ڪوشش ڪئي، پر ان ۾ ناڪام رهيو. خالد بن يزيد کي طب جي علم سان پڻ خاصي دلچسپي رهي هئي. هيءُ پنهنجي وقت ۾ مصر ۽ اسڪندريه مان وڏا ماهر ۽ عالم گهرائي، ساڻن علمي مسئلن تي بحث ڪندو هو. ان طريقي هو پنهنجيءَ علمي قابليت ۽ صلاحيت ۾ اضافو ڪندو هو. خالد بن يزيد ماهر حڪيمن کان ڪيترن ڪتابن جا ترجما ڪرايا، جيڪي ترجما علمي دنيا ۾ پهريون ڀيرو متعارف ٿيا. ائين چوڻ اجايو نه ٿيندو ته خالد بن يزيد علم ڪيميا سان فطري شوق رکڻ وارو پهريون اسلامي دانشور هو. هن کي سائنس جي علم ۽ ڪتابن ۾ خاص مقام حاصل رهيو آهي.

**خالد ڀٽي:** نوجوان ليکڪ ۽ چترڪار خالد سيف الله ولد مولوي محمد مراد، ڀهرين سيپٽمبر 1968ع تي شڪارپور ۾ ڄائو هن ايم. اي اسلامڪ ڪلچر) ڪئي آهي. ٻارن جي ادبي رسالي ’سنگتيءَ‘ جو ايڊيٽر رهي چڪو آهي. سندس لکڻيون مختلف رسالن ۾ شايع ٿينديون رهيون آهن. هن بهترين نثر نويس سان گڏ، سٺي چترڪار جي حيثيت ۾ پاڻ مڃرايو آهي. سندس ڪتابن مان: (1) ’حديث پاڪ ۽ ٻارڙا‘، (2) ’منڙو محمد‘، (3) ’نماز صوفين جون صدائون‘، (4) ’سچا ٻول‘، (5) ’شيطان جون ڪهاڻيون‘، (5) ’شيطان جون شرارتون‘، (6) ’گلڙن جون ڳالهيون‘، (7) ’واندڪائي جي ونڊر‘، (8) ’عورت جي نفسيات‘، (9) ’روشني روشني‘، (10) ’ڇا، ڇو ۽ ڪيئن‘ (ٻه ڀاڱا)، (11) ’نصيحت ڀريون ڪهاڻيون‘ (ٽي حصا) شايع ٿي چڪا آهن. هن وقت استاد طور فرض سرانجام ڏئي رهيو آهي.



**خالد ٽالپر:** اديب ۽ استاد. خالد ٽالپر جو اصل نالو مولوي محمد صديق ٽالپر هو ۽ ’خالد‘ سندس تخلص هو. هيءَ ’خالد ٽالپر‘ جي نالي سان ئي مشهور هو. سندس جنم 28 ڊسمبر 1928ع تي ٽنڊي جام، ضلعي حيدرآباد ۾ ٿيو. سندس ڪيترائي ڪتاب تصنيف ٿيل آهن: جن ۾ ’بيدادي ننگري‘ به شامل آهي. اها هڪ مشهور اٽالين تصنيف آهي، جيڪا انقلاب فرانس کان ڪجهه وقت اڳ لکي وئي هئي ۽ ايترو ته مقبول ٿي جو تمام جلد ڪيترين يورپي زبانن ۾ ترجمو ٿي. ان جو عربيءَ ۾ ترجمو شيخ عبدالرحمان ڪواڪبيءَ ’استبداد‘ نالي سان ڪيو هو. ان جو ترجمو خالد ٽالپر سهڻي سليس سنڌيءَ ۾ ڪيو. جنهن جا ڪيترائي ڇاپا پڌرا ٿي چڪا آهن. ان کان سواءِ سندس هيٺيان ڪتاب ڇپيل آهن:

(1) ’اسلام عليڪم‘ (مذهبيات)، (2) ’آسان قرآني قاعدو‘، (3) ’شمع اميد‘ (مذهبيات)، (4) ’الفوز الڪبير‘ (شاه ولي الله: ترجمو).

**خالد چانڊيو:** مشهور اديب ترجمي نگار ۽ ڪالم نگار خالد چانڊيو جو پورو نالو خالد سيف الله ولد امان الله چانڊيو آهي. سندس جنم 18 آگسٽ 1961ع تي ڳوٺ پنيو خان چانڊيي، تعلقي ميرو خان، ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ ۾ ٿيو مولانا غلام مصطفيٰ قاسميءَ به ساڳئي ڳوٺ جو رهواسي ۽ سندن عزيز هو. ابتدائي تعليم پريڪٽيڪنگ اسڪول حيدرآباد، مئٽرڪ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان ڪيائين. هن گريجوئيشن شاهه عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور مان ڪئي. خالد چانڊيو ڪيترن ئي سياسي، سماجي ۽ ادبي تنظيمن سان سلهاڙيل رهيو آهي. هي ’انٽرنيشنل صوفي فائونڊيشن‘ لاڙڪاڻي جو ڪوآرڊينيٽر، رائيٽرس ڪلب لاڙڪاڻي جو صدر، انجمن ترقي پسند مصنفين جو سيڪريٽري، ايمنسٽي انٽرنيشنل لاڙڪاڻي جو صدر، لبرل فورم پاڪستان لاڙڪاڻي جو صدر ۽ هيومن رائيٽس ڪميشن آف پاڪستان جو ميمبر رهيو آهي، واپڊا ۾ آفيسر آهي. سندس تحقيقي، تاريخي، سياسي ۽ سماجي موضوعن تي مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهن ٿا. هن جا هيٺيان ڪتاب شايع ٿيل آهن: گانڌيءَ جو قتل (ترجمو: 2002ع)، امام انقلاب منصور حلاج (ترجمو: 2002ع)، قربان جتوئي: شخصيت خدمتون ۽ قيد ڪهاڻي (2007ع)، ان کان سواءِ هن ناليواري قانوندان عبدالرزاق سومري جي يادگيرين جو ڪتاب ’يادن جي ڳڙڪيءَ مان‘ جولاءِ 2011ع ۾، رائيٽر ڪلب لاڙڪاڻي پاران ڇپرايو آهي. ڪيس ادبي ۽ سماجي خدمتن عيوض 2007ع ۾ ’صوفي اوارڊ‘ سميت ڪيترائي اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ مليل آهن.



**خالد سنڌي:** ناليواري اديب ۽ سياسي اڳواڻ خالد سنڌيءَ جو پورو نالو خالد حسين ولد جان محمد ٻگهيو هو. هن جو جنم 2 جون 1912ع تي ڪوٽڙي ضلعي دادوءَ ۾ ٿيو. خالد سنڌيءَ، پرائمري تعليم ماڏڪ ڀٽي پرائمري اسڪول ڦليلي پار، حيدرآباد مان حاصل ڪيائين ۽ مئٽرڪ نورمحمد هاءِ اسڪول مان ڪئي. هن بي. اي (آرٽس) ۽ ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) به ڪئي.



خالد سنڌي مسلم ڪمرشل بئنڪ ۾ B-2 آفيسر ۽ آل پاڪستان بئنڪس آفيسرز ايسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري پڻ رهيو.

خالد سنڌي پنهنجي ذاتي پريس قائم ڪري، سنگت پبليڪيشن، چارڻ ۽ بادل پبليڪيشن قائم ڪئي، جن پاران ڪيترا ڪتاب شايع ڪرايائين. ’چارڻ‘ رسالو ڪيتري عرصي تائين هلايائين. 1960ع جي ڏهاڪي ۾ سياسي ۽ ادبي پليٽ فارم تان جدوجهد جو آغاز ڪندي 1970ع جي ڏهاڪي ۾ ڪجهه اديبن جا ڪتاب ڇپرايائين. هن شاگرديءَ واري زماني ۾ شاگرد هلچل ۽ سياسي سجاڳيءَ ۾ ڀرپور حصو ورتو. 1970ع ڌاري ريڊيو ۽ ٽي. وي لاءِ ڊراما لکيائين ۽ اداڪاري به ڪيائين، سندس سنڌي ڊرامي ’مري ٿيا نه مات‘ ڪافي مقبوليت ماڻي. 1969ع ۾ ونيونٽ خلاف بک هڙتال تي ويهندڙن ۾ خالد سنڌي به شامل هو، جن 72 ڪلاڪن لاءِ بک هڙتال ڪئي هئي.

خالد سنڌي 74-1973ع ۾ پيپلز پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو 1973ع ۾ سرڪاري خرچ تي ماسڪو ۽ مشرقي جرمنيءَ به ويو. خالد سنڌي سنڌي پورهيت تنظيم جو چيئرمئن پڻ رهيو. سماجي خدمتگار جي حيثيت ۾ هن قاسم آباد (حيدرآباد) جي نوجوانن ۾ وڏي سجاڳي پيدا ڪئي ۽ فلاحي ڪم ڪرڻ سان گڏ مسجد ذوالجلال جي تعمير ڪرائڻ ۾ به سندس اهم ڪردار رهيو. غلام مصطفيٰ جتوئيءَ جي وڏ وزارت واري دور ۾ مٿس سياسي مخالفن قاتلاڻو حملو ڪيو جنهن ۾ ڪيس 11 ڇاڪو لڳا هئا. 1997ع ۾ سنڌ نيشنل فرنٽ ۾ شموليت اختيار ڪيائين ۽ جلد ئي سنڌ نيشنل فرنٽ جو

مرڪزي اڳواڻ چونڊيو ۽ آخر تائين ان پارٽيءَ سان ئي وابسته رهيو.

خالد سنڌي باشعور ۽ وچولي ڪلاس جي سياسي تنظيم ڪاريءَ ذريعي سنڌ جي نجات جو حامي هو ۽ ان ۾ سندس اوليت اقتصاديات کي هئي. جيئن ته هو هڪ بينڪر هو ۽ ناڻي جي اهميت ۽ ان جي آمدنيءَ جي ذريعن کي پليءَ پت سمجهندو هو، ان ڪري هميشه چوندو هو ته 'هر هڪ سنڌيءَ کي سنڌ جي اقتصادي وسيلن جي مڪمل معلومات هئڻ گهرجي ۽ انهن مالي وسيلن لاءِ جدوجهد ڪرڻ گهرجي'. هن مختلف وقتن تي ٽي رسالا 'چارڻ'، 'سنگت' ۽ 'پيجل' جاري ڪيا، جيڪي گهڻو وقت هلي نه سگهيا. سندس ڪهاڻين جا ڪتاب 'هر دل اندر ڪربلا' ۽ 'هوندا سي حيات' ڇپيل آهن. ان ڪانسواءِ 'زندگي درد جو صحرا' (ڊائري)، 'ڪينجهر تنهنجي ڪنڌيءَ تي' (خط) اڻ ڇپيل مسودن جي صورت ۾ سندس اولاد وٽ محفوظ آهن.

خالد سنڌي 23 سيپٽمبر 1999ع تي دل جي دوري پوڻ سبب وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهه گلستان سجاد، حيدرآباد جي مقام ۾ آهي.

**خالد شمس الحسن:** تحريڪ پاڪستان جي سرگرم ڪارڪن ۽ بئنڪ ڪار. خالد شمس الحسن جو پورو نالو خالد ولد سيد شمس الحسن هو. سندس جنم 1927ع ڌاري دهليءَ ۾ ٿيو. سندس والد آل انڊيا مسلم ليگ جو اسسٽنٽ سيڪريٽري هو. دهليءَ جي اينگلو عربڪ ڪاليج مان بي اي ۽ يونيورسٽيءَ مان (1947ع ۾) ايم. اي جي سند حاصل ڪيائين. هن تعليم حاصل ڪرڻ دوران تحريڪ پاڪستان ۾ ڀرپور حصو ورتو. جڏهن ته 1939ع ۾ صوبائي مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي رڪنيت اختيار ڪئي. 1940ع ۾ فيڊريشن جي مجلس عامله جو رڪن، 1941ع ۾ خزانچي ۽ 1943ع ۾ جنرل سيڪريٽري ۽ 1947ع ۾ آل انڊيا مسلم اسٽوڊنٽس فيڊريشن جو جوائنٽ سيڪريٽري منتخب ٿيو. هن پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ بئنڪ ۾ نوڪري اختيار ڪئي. نيشنل بينڪ آف پاڪستان جو سينئر ايگزيڪٽو وائس پريذيڊنٽ رهيو ۽ ان ئي عهدي تان رٽائرڊ ٿيو. رٽائر ٿيڻ کانپوءِ هن پنهنجي والد جي نالي سان مطالعي ۽ تحقيق لاءِ 'شمس الحسن فائونڊيشن' قائم ڪئي. ان اداري طرفان سندس ڪتاب 'پلين مسٽر جناح' شايع ٿيو. ان کان پوءِ سندس انگريزيءَ ۾ ڪتاب ڇپيو جنهن جو موضوع هو: "قائداعظم جو خواب، جيڪو شرمنده تعبير نه ٿيو" هي ڪتاب آل انڊيا مسلم ليگ جي اقتصادي منصوبه بندي ڪميٽيءَ جي رپورٽ بابت هو. هن 'پاڪستان جي لاءِ سنڌ جي جدوجهد' (انگريزي) ڪتاب به لکيو. هن جون ڪيترين تصنيفون اشاعت هيٺ هيون، پر، هن 30 جون 1995ع تي اوچتي وفات سبب انهن جي اشاعت نه ڏسي سگهيو.

**خالد کوکر:** نالي وارو صحافي خالد کوکر ولد محمد عيسيٰ کوکر 26 جون 1965ع تي دادو تعلقي جي ڳوٺ باداٽيءَ ۾ پيدا ٿيو. مئٽرڪ کان پوءِ هن ۾ لکڻ جو چاهه جاڳيو. گريجوئيشن 1991ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. سندس پهرين ڪهاڻي 1982ع ۾ عبرت اخبار ۾ ڇپي، ۽ ائين روزاني عبرت ۾ لکڻ شروع ڪيائين ۽ اڳتي هلي عبرت گروپ آف پبليڪيشن جي اداري ۾ پروف ريڊر طور صحافت جو آغاز ڪيائين. جتي 1985ع ۾ سب ايڊيٽر ٿيو بعد ۾ 1986ع کان 1987ع تائين به سال مهراڻ اخبار ۾ نيوز ايڊيٽر ۽ اخبار جي 'مهراڻ' مئگزين جو ايڊيٽر ٿيو ان بعد روزاني



'آفتاب' جو ڪراچيءَ ۾ رپورٽر ۽ روزاني عبرت جو بيورو چيف ٿيو. 1994ع کان 1997ع تائين روزاني 'برسات' جو ايسوسيئيٽ ايڊيٽر رهيو. 1998ع ۾ روزاني 'سچ' حيدرآباد مان نڪتي ته ان جو پهرين اعزازي ايڊيٽر ۽ پوءِ 1999ع کان ٻن سالن تائين ايڊيٽر ٿيو. 2000ع کان هن وقت تائين روزاني 'سنڌو' اخبار جو ايڊيٽر آهي، جنهن دوران بند پيل 'سنڌو ڊائجسٽ' جي ٻيهر اشاعت شروع ڪيائين. 2002ع کان ساڳيءَ ڊائجسٽ جو ايڊيٽر به آهي.

خالد کوکر 07-2006ع دوارن سنڌ ٽي وي جو ڊائريڪٽر نيوز ۽ ڊائريڪٽر ڪرنٽ افيئرس به رهيو جنهن دوران ڪيترن ئي اهم سياستدانن جا انٽرويو به ڪيائين. خالد کوکر سرگرم ۽ باصلاحيت صحافي هئڻ ڪري پريس ڪلب حيدرآباد جي ڪيترن عهدن تي رهيو. جهڙوڪ: 1987ع کان اسسٽنٽ سيڪريٽري، وقتي سيڪريٽري، ثقافتي سيڪريٽري ۽ خزانچي رهيو. 2000ع ۾ پريس ڪلب جو نائب صدر رهيو. 2006ع ۾ خزانچي ٿيو ۽ 2007ع ۾ صدر ٿيو ساڳئي سال کان گورننگ باڊيءَ جو ميمبر رهندو پيو اچي. خالد کوکر ڪائونسل آف آل پاڪستان نيوزپيپرس سوسائٽيءَ (سي. پي. اين. اِي) جو 2002ع کان ميمبر ۽ سارڪ ملڪن جي صحافين جي تنظيم 'سائوٿ ايشيا فري ميڊيا ايسوسيئيشن' (سيفما) جي سنڌ چيمبر جو 2004ع کان ميمبر رهيو آهي. خالد کوکر جڏهن پريس ڪلب جي ثقافتي ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري هو ته هن جي سهڪار سان سنڌي ادبي سنگت جي اُن وقت جي مرڪزي عهديدارن تاج جويو ۽ اياز گل پريس ڪلب ۾ شيخ اياز جي صدارت ۾ 'سنڌ جي اديب جو قومي ڪردار' عنوان تي ڪانفرنس ڪرائي ۽ ٽرجي مشهور راڳي موهن ڀڳت سان رهاڻ رچائي. خالد کوکر شهيد بينظير ڀٽو پاران جلاوطني ختم ڪرڻ وقت دبئيءَ گهرايل صحافين جي وفد ۾ به شامل هو ۽ هُو شهيد بينظير ڀٽو سان گڏ جهاز ۾ ڪراچيءَ پهتو هو ورلڊ سنڌي ڪانگريس جي گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪان سواءِ لنڊن، ٿائيليند، فرانس، سعودي عرب، دبئي، انڊيا ۽ ڪيترن ملڪن جا صحافتي دورا ڪري چڪو آهي. هن وقت حيدرآباد ۾ رهي ٿو.

**خالد محمود سومرو، ڊاڪٽر:** سنڌ جو مشهور سياستدان، ڊاڪٽر خالد محمود سومرو، مولانا علي محمد حقانيءَ جو فرزند آهي. هن 7 مئي 1959ع تي ڳوٺ عاقل ضلعي لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو. مئٽرڪ 1974ع ۾ گورنمينٽ پائلٽ سيڪنڊري هاءِ اسڪول لاڙڪاڻي مان ڪيائين. هن 1976ع ۾ گورنمينٽ سائنس ڪاليج لاڙڪاڻي مان انٽر ڪئي. ايم. بي. بي. ايس



1984ع ۾ چانڊڪا ميڊيڪل ڪاليج لاڙڪاڻي مان ڪيائين. 1986ع ۾ بين الاقوامي يونيورسٽي اسلام آباد مان تربيت عام جو ڪورس ڪيائين. هن سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري مان ايم. اي (اسلامڪ ڪلچر) ۽ الازهر يونيورسٽي قاهره (مصر) مان پڻ اسلامڪ ڪلچر ۾ ايم. اي. ڪيائين.

ڊاڪٽر خالد محمود سومرو عالم، ليکڪ، ڪالم نگار، خطيب، مقرر ۽ سياستدان آهي. هن ديني، اصلاحي ۽ انقلابي موضوعن تي شاعري به ڪئي آهي. ان کان سواءِ مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ مضمون ۽ ڪالم لکندو رهي ٿو.

خالد محمود سومرو سٺو مبلغ ۽ پرجوش مقرر آهي. سندس ديني، مذهبي ۽ سياسي جلسن کان سواءِ مدرسي ۾ جمعي ڏينهن تي ڪيل تقريرن جون 300 کان وڌيڪ ڪيسيٽون رليز ٿيل آهن.

خالد محمود سومري جو سياسي طور تعلق جمعيت علماءِ اسلام جي مولانا فضل الرحمان گروپ سان آهي، جنهن جو هو 1988ع کان وٺي سنڌ صوبي جو سيڪريٽري آهي ۽ 1990ع کان هن جماعت جي مرڪزي مجلس شوريٰ جو رڪن به رهندو اچي. هي جامع اسلاميہ اشاعت القرآن والحديث لاڙڪاڻي جو ناظم اعليٰ، جامع مسجد صديق اڪبرؓ لاڙڪاڻي جو 1988ع کان خطيب ۽ جناح باغ لاڙڪاڻي ۾ عيد نماز جي اجتماع جو پيش امام آهي.

خالد محمود سومرو محترمہ بينظير ڀٽو (شهيد) جي مقابلي ۾ قومي اسيمبليءَ جي چونڊ پڻ وڙهيو پر ناڪام ٿيو.

خالد محمود سومري کي سندس علمي ۽ مذهبي خدمتن عيوض 1988ع ۾ مفتي محمود اوارڊ ۽ 1990ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي اوارڊ ملي چڪا آهن. اسلامي پرچار جي سلسلي ۾ هي مصر، برطانيا، سعودي عرب، متحده عرب امارات، دوحہ ۽ قطر جا پرڏيهي دورا به ڪري چڪو آهي. ڊاڪٽر خالد محمود 1983ع ۾ شادي ڪئي، کيس ڇهہ پٽ ۽ ٻه نياڻيون آهن.

هن وقت ڊاڪٽر خالد محمود سومرو جميعت علماءِ اسلام پاران پاڪستان جي سينيٽ جو ميمبر آهي. لاڙڪاڻي ۾ دودائي روڊ تي واقع جامع مسجد ۽ حقاني مدرسي جو سرپرست اعليٰ به آهي.

**خالد ميموريل بوائز اسڪول، حيدرآباد**: حيدرآباد جي مشهور هوميو ڊاڪٽر نامي پنهنجي مرحوم پٽ خالد نامي جي ياد ۾ هي اسڪول کوليو هو. خالد پنهنجي عيسائي دوست کي بچائيندي ڦليلي واهہ ۾ ٻڏي فوت ٿي ويو هو. هي اسڪول شروع ۾ سري گهاٽ تلڪ چاڙهي تي قائم هو پر پوءِ اتان کان منتقل ڪري ڪيفي جارج جي پرسان رسالا روڊ تي قائم ڪيو ويو. هاڻي اهو حيدرآباد جي مشهور اسڪولن مان آهي.

**خالد وسير**: خالد وسير جو پورو نالو خالد حسين ولد احمد علي وسير آهي. هن 6 مارچ 1978ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو. پرائمريءَ کان وٺي سموري تعليم شڪارپور ۾ حاصل ڪيائين. سندس تعليمي قابليت ايم. اي (اردو) آهي. پيشي جي لحاظ کان پهريائين 2000ع ۾ ڪيڊٽ ڪاليج لاڙڪاڻي ۾ اردوءَ جو ليڪچرر ٿيو. جتي هن 2005ع تائين خدمتون سرانجام ڏنيون ۽ بعد ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪرڻ بعد تعليم کاتي ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو ۽ هن وقت گورنمينٽ شاهہ لطيف آرٽس اينڊ ڪامرس ڊگري ڪاليج شڪارپور ۾ پنهنجا فرض سرانجام ڏئي رهيو آهي. خالد وسير 1996ع کان لکڻ شروع ڪيو.



سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾: (1) 'فضائل درود شريف' (ترجمو)، (2) 'سنڌ جي تاريخ' (اعجاز الحق قدوسيءَ جي ڪتاب 'تاريخ سنڌھ' جو سنڌي ترجمو)، (3) 'ناڪام انسان' (ترجمو) وغيره شامل آهن.

**خالده غوث**: خالده غوث پاڪستان جي بين الاقوامي تعلقات ۽ انساني حقن جي شعبي جي نامور اسڪالر آهي، کيس اهو به اعزاز حاصل آهي ته هوءَ پاڪستان جي متحرڪ سماجي ڪارڪن ۽ انساني حقق تي ڊاڪٽريءَ جي ڊگري حاصل ڪرڻ واري پهرين خاتون آهي. خالده غوث بين الاقوامي تعلقات ۾ ماسٽرس (M.A) ۽ پي. ايڇ. ڊي جون ڊگريون حاصل ڪيون. هوءَ پنهنجي ڪيريئر دوران سوشل پاليسي اينڊ ڊولپمينٽ سينٽر ڪراچيءَ جي مئنيجنگ ڊائريڪٽر، ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ بين الاقوامي تعلقات جي شعبي جي اڳوڻي پروفيسر ۽ چيئرپرسن، ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ 'سينٽر آف ايڪسيلينس فار وومين اسٽڊيز' جي ڊائريڪٽر ڪراچي يونيورسٽيءَ مان ٿي شايع ٿيندڙ آرٽس ۽ علم سماجيات تي مشتمل جنرل جي ايڊيٽر لبرل آرٽس ۽ سوشل سائنسز ڪاليج جي اعزازي ڊائريڪٽر ۽ پاڪستان سينٽر فار ڊيموڪريسي اسٽڊيز جي اعزازي ڊائريڪٽر پڻ رهي.



خالده غوث جا آرٽيڪل ملڪي توڙي غير ملڪي شهرت يافتہ رسالن ۽ اخبارن ۾ ڇپجندا رهيا آهن. پاڪستان ۽ هندستان ڇڪتاڻ جي حوالي سان هن جي مشورن کي اهميت جي نگاهہ سان ڏٺو ويندو آهي. هوءَ اسلام ۾ عورتن جي حقن تي "Rights of Women in the Islam" نالي ڪتاب لکي چڪي آهي ۽ Pakistan Foreign Policy Problems & Prospects جي شريڪ ايڊيٽر (Co-Editor) به آهي. 2006ع ۾ هوءَ به انهن 18 ماڻهن جي فهرست ۾ شامل هئي، جن جنرل پرويز مشرف کي کليل خط لکيو هو ته هو استعيفيٰ ڏئي. اڄڪلهہ هوءَ ڪراچيءَ ۾ بين الاقوامي ريسرچ جي اداري ۽ سوشل پاليسي اينڊ ڊولپمينٽ سينٽر جي مئنيجنگ ڊائريڪٽر آهي.

**'خالدي' علي محمد**: علي محمد 'خالدي' ولد نهال خان لاشاري 10 جون 1925ع تي ٺٽي ۾ جنم ورتو. پرائمري تعليم ٺٽي مان، مئٽرڪ سنڌ مدرسي ڪراچي، بي. اي 1949ع ۾ ۽ ايل. ايل. بي 1951ع ۾ پاس ڪيائين. 1952ع ۾ پهرين ٺٽي ۽ پوءِ حيدرآباد ۾ وڪالت شروع ڪيائين. 1964ع ۾ ايم. اي سنڌيءَ ۾ ڪيائين. شاعريءَ ۾ رهنمائي مرحوم

غلام احمد نظاميءَ کان ورتائين. هيءُ سنڌ جو اسپيشل پبلڪ پراسيڪيوٽر مقرر ٿيو. خالدي علي محمد بنيادي طرح نظم جو شاعر هو. سندس تصنيفن ۾ ’نسيم سحر‘، (شاعري)، ’مڪليءَ جا پراسرار داستان‘ ۽ ’خاموش گواهه‘ قابل ذڪر آهن. سندس ’ڪليات خالدي‘ قلمي صورت ۾ آهي. خالدي علي محمد جميعت الشعراءِ سنڌ جو سرگرم ڪارڪن هو. هن 30 آگسٽ 1972ع تي وفات ڪئي. سندس شاعريءَ جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:



بدلجن پيون تقديرون، ڪڏهن ڪهڙيون ڪڏهن ڪهڙيون،
ٿين ٿيون نقش تحريرون، ڪڏهن ڪهڙيون ڪڏهن ڪهڙيون.

**خالق ڏنو ڏڪڻ:** تعلقي ميري خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ان ۾ ڳڙ، الهرکيو جويو، پير بخش صالحاڻي، بکر مهيسر، خالق ڏنو ڏڪڻ ۽ سميجا ڳوٺ.

**خالق ڏنو هال ڪراچي:** هن هال کي خلافت تحريڪ جي حوالي سان خاص اهميت حاصل آهي. خالق ڏني هال جي عمارت سيٺ غلام حسين



غلام حسين خالق ڏنو هال، ڪراچي

خالق ڏني جي نالي سان منسوب ٿيل آهي. خالق ڏنو هال ڪراچيءَ جي پهرين عوامي لائبريري جي جاءِ تي واقع آهي. 1905ع ۾ هن هال جي تعمير جو ڪم شروع ٿيو ۽ 1906ع ۾ اها عمارت ٺهي راس ٿي. هن عمارت تي مجموعي طور 38 هزار خرچ آيو. هن عمارت ۾ هڪ 70 فوٽ ڊگهي ۽ 40 فوٽ ويڪري هال کان سواءِ لائبريري جي لاءِ ٻه ڪمرا به تعمير ٿيل آهن. هن عمارت جي تعمير کان پوءِ هن هال ۾ ڪراچي جون مختلف سماجي ۽ سياسي تقريبون ٿيون. 1921ع ۾ هن هال ۾ مولانا محمد علي جوهر ۽ ان جي ساٿين تي بغاوت جو ڪيس هليو. انهيءَ ڪري هن عمارت کي تاريخي حيثيت حاصل ٿي.

**خام:** تعلقي گهوٽڪي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پارو شيخ، مولوي محمد يوسف، عبداللطيف چاچڙ، حاجي ميرو، سلطان چاچڙ، حاجي محمد اسماعيل چاچڙ، حبيب چاچڙ، نظر محمد چاچڙ، حاجي جيون چاچڙ، غلام حيدر چاچڙ، محمد اسحاق چاچڙ ابل خير ۽ ڀڏو مير بحر.

**خاميارِي (ديهه):** تعلقي سامارو جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حاجي حسين بخش، قاضي محرم شيدي، ظفرعلي جت، حاجي مٺن ۽ پنهورآباد.

**خامنائي، سيد علي حسيني:** آيت الله سيد علي حسيني خامنائي، ايران جو ٻيو سپريم ليڊر (رهبر معظم) آهي. هيءُ 1981ع کان 1989ع تائين ايران جو صدر به رهي چڪو آهي. اسلامي انقلاب کان اڳ ۽ شروع وارا ڪجهه سال ’وزيراعظم‘ جو به عهدو وٽس هو، جيڪو نئين آئين مطابق ختم ڪري وزيراعظم جون ڪيتريون ئي جوابداريون ملڪ جي صدر حوالي ڪيون ويون. ايران ۾ صدر کان پوءِ ملڪ جو ٻيو ’رهبر معظم‘ سڏجي ٿو جنهن کي ايران جي



آئين موجب ملڪ جو سياسي ۽ مذهبي پيشوا مڃيو وڃي ٿو. امام خميني اسلامي جمهوريه ايران جو پهريون رهبر معظم / سپريم ليڊر هو ۽ 1989ع ۾ سندس وفات کان پوءِ سيد علي حسيني خامنائي، ايران جو ٻيو رهبر معظم چونڊيو ويو. پاڻ 1939ع ۾ مشهد ۾ رهندڙ هڪ خاندان ۾ جنم ورتائين. علي خامنائي ان پائرن ۽ ڀينرن ۾ ٻئي نمبر تي آهي. سندس به پائر پڻ ايران جا وڏا مذهبي عالم آهن. علي خامنائي اجان پرائمري تعليم به پوري نه ڪئي ته سندس والدين کيس مذهبي تعليم لاءِ مدرسي ۾ ويهاريو. 1957ع ۾ هيءُ نجف ويو جتي هڪ سال جو مختصر عرصو گذارڻ بعد قم ۾ اچي رهائش اختيار ڪيائين. جتي هن حسين بورجردي ۽ روح الله خميني جهڙن استادن کان سکيا ورتي. ان بعد 1963ع کان هن اسلامي تحريڪن ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. ان تحريڪ دوران رضا پهلوي بادشاهه جي دؤر ۾ علي خامنائيءَ کي ڪيترا ڀيرا جيل به وڃڻو پيو. علي خامنائيءَ ايران جي اسلامي انقلاب جو اهم ڪردار هو ۽ امام خمينيءَ جي ويجهن ساٿين مان هو. 1979ع ۾ تهران ۾ جمعي نماز جي امام آيت الله حسين علي منتظري جي استعيفيٰ ڏيڻ بعد امام خمينيءَ کيس اڳواڻ بڻايو. عراق ايران جنگ ۾ علي خامنائي جنگ ۾ به شريڪ رهيو ۽ هڪ بم ڦاٽڻ تي زخمي ٿيو. هن کي ’زنده شهيد‘ جي لقب سان به سڏيو وڃي ٿو. علي خامنائي سائنس ۽ ٽيڪنالاجي جي ميدان ۾ ايران جي نوجوانن کي ڪافي اڳتي آندو. سندس چوڻ آهي ته: ”زمين هيٺ دٻيل تيل ۽ گئس جو ذخيرو آخر ته هڪ ڏينهن ختم ٿي ويندو، ان ڪري هينئر کان ئي اسان کي نيو ڪليئر ٽيڪنالاجي جو علم حاصل ڪرڻ کپي ۽ ان مان فائدا حاصل ڪرڻ کپن.“ علي خامنائي جا ڪيترائي ڪتاب ۽ مضمون لکيل آهن. جن مان ڪجهه انگريزي ۾ به ترجمو ٿيل آهن. سندس تقريرن ۽ پيغامن جا نَوَ جُلد تعليمي ادارن ۾ پڻ پڙهايا وڃن ٿا. عرب ليکڪن سيد قطب، رضي الياسين ۽

عبدالمنير ناصري جا ڪجهه ڪتاب هن عربيءَ مان فارسي ۾ پڻ ترجمو ڪيا آهن.

**خامنون:** تعلقي ساماري جي هڪ ديهه جو نالو جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد حسين چانڊيو محمد صالح ڏانڊل، حاجي محمد اسحاق، حاجي نظام الدين، ميان رحمت الله، محمد زڪريا ۽ شير محمد رند.

**خان:** ترڪي ٻوليءَ جو اصطلاح آهي. 'خاقان' مان نڪتل آهي ايئن به چئي سگهجي ٿو ته خان اصل ۾ 'خاقان' جو مخفف آهي. 'خان' موجوده دور ۾ بلوچن ۽ پٺاڻن ۾ اسم خاص جي پڇاڙيءَ ۾ عزت آبرو ۽ چڱ مڙسي واري معنيٰ ۾ لقب طور استعمال ڪيو وڃي ٿو خاص ڪري سردار، مالدار، اڳواڻ ۽ وڏي ماڻهو کي 'خان' جو لقب يا خطاب ڏنو ويندو آهي. هن لفظ جي لغوي معنيٰ آهي 'آقا'. وچ ايشيا ۾ ترڪ عوام جي حڪمرانن به لفظ خان کي بطور خطاب استعمال ڪيو 1206ع ۾ چنگيز خان پڻ منگولن جي عظيم خان جو لقب اپنايو ۽ يورپ کان وٺي چين تائين هر ملڪ ۾ ان جا جانشين به پاڻ کي خان چوارائڻ لڳا. هندوستان ۽ پاڪستان ۾ مقامي سردار ۽ وڏي مرتبي وارا به خان سڏائجن ٿا.

**خان آف قلات:** قلات رياست جي سربراهه کي 'خان آف قلات' چيو ويندو هو. قلات هن وقت پاڪستان جو حصو آهي، جنهن ۾ ساراوان، جهالاوان، ڪڇي، لسٻيلو مڪران ۽ ٻيا علائقا شامل هئا. قلات جي تاريخ تمام پراڻي آهي. پندرهين صدي عيسويءَ ۾ قلات بروهين جي قبضي هيٺ رهيو سورهين صدي عيسويءَ ۾ قلات مغليه سلطنت جو حصو بڻيو. ان کان پوءِ احمد زئين قلات کي پنهنجو مرڪزي هنڌ بڻايو. 1839ع ۾ انگريزن هن خطي تي قبضو ڪيو ۽ اڳتي هلي هنن 1876ع ۾ قلات جي خان کي شاهي رياست جو هڪ ڪنفيڊريسي اڳواڻ تسليم ڪيو.

جڏهن برطانوي راڄ جو خاتمو ٿيو ۽ پاڪستان هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت ورتي ته قلات رياست جو پاڪستان سان الحاق ٿيو. رياست جي خان احمد يار خان، قائداعظم سان تحريڪ پاڪستان ۾ به ساٿ ڏنو هو. 14 آڪٽوبر 1955ع تي قلات جي رياستي حيثيت ختم ڪري، ان کي پاڪستان ۾ شامل ڪيو ويو. جنهن تي خان آف قلات، احمد يار خان شديد ردعمل ڏيکاري بغاوت ڪئي. حڪومت سندس بغاوت کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪيس سائين سميت جيل ۾ وڌو. ان معاملي تي وڏو ردعمل ٿيو پر حڪومت پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي وئي. ان کان پوءِ احمد يار خان سان ڳالهيون ڪري ڪيس بلوچستان حڪومت ۾ شامل ڪيو ويو هو. 5 جولاءِ 1977ع تي مارشل لا لاڳو ٿيڻ تائين هو بلوچستان جو گورنر رهيو. ابتدا کان وٺي هن وقت تائين جيڪي 'خان آف قلات' رهيا، تن جو تفصيل هن ريت آهي:

مير احمد اول (67-1666ع)، مير محراب (96-1695ع)، سمندر خان (1713-1697ع)، مير احمد ثاني (14-1713ع)، مير عبدالله (1730-1715ع)، مير محبت (1749-1730ع)، محمد نصير خان اول پٽ عبدالله (1794-1749ع)، محمد خان اول (1831-1794ع)، محراب خان ثاني (1839-1831ع)، شاهنواز خان (40-1839ع)، نصير خان ثاني پٽ نصير خان اول (1857-1840ع)، خداداد خان (1863-1857ع)، شير دل خان (64-1863ع)، خداداد خان (ٻيو ڀيرو: 1893-1864ع)، محمد خان ثاني (1931-1893ع)، محمد اعظم جان خان (33-1931ع)، احمد يار خان (1955-1933ع) ۽ احمد يار خان (ٻيو ڀيرو: 20 جون 1958ع) شامل آهن.

هن وقت مير سليمان دائود، خان آف قلات آهي.

**خان قلات جو قلعو:** هيءُ قلعو جيڪب آباد ۾ انگريز جنرل جان جيڪب جي ريزيڊنسي جي آسپاس واقع هو جنهن ۾ قلات جي خان جو حفاظتي دستو مقرر ٿيل هو. انهيءَ قلعي کي 'ميري' پڻ چيو ويندو هو. سردين جي موسم ۾ خان آف قلات خان خداداد خان هن قلعي ۾ اچي رهندو هو. انگريزن جي اچڻ کان پوءِ هيءُ قلعو آهستي آهستي ڦٽي ويو. خان آف قلات جي پاليل ڪبوترن لاءِ خاص طور ٺهيل هڪ کوٺي اڄ به هتي نظر اچي ٿي. جنهن جي مرمت وغيره ڪرائي هن عمارت کي محفوظ ڪيو ويو آهي. انگريزن جي زماني ۾ هتي ڊپٽي ڪمشنر جي ريزيڊنسي ايجنسيءَ جي پراڻي ڪچي عمارت جي جاءِ تي موجوده پڪي عمارت تعمير ڪرائي وئي. جنهن ۾ جنرل جان جيڪب جي هٿن جي ٺهيل هڪ تلوار به ڪرسيون ۽ هڪ نرالو گهڙيال اڄ به موجود آهن. هيءَ گهڙيال وقت سان گڏ انگريزي مهينن جي تاريخن سان گڏ چنڊ جون تاريخون به ڏيکاريندو آهي.

**خانائي، نصير خان:** نصير خان ولد مبارڪ خان ميرپور جي ٽالپر حڪمران مير ٺاري جي پاءَ احمد خان ماڻڪاڻيءَ جو ڏوهٽو هو. 27 ذوالقعد 1251هه 15 مئي 1836ع تي مير نصير خان، نصير خان خانائيءَ جي نالي سند منظور ڪندي، روپا ماڙيءَ ۾، ديهه ڪامري لڳ ٽي هزار بيگها جاگير ڏني. ڪئپٽن پيلي هن جاگيردار کي ٿرڊ ڪلاس ۾ درج ڪيو. ميجر گولڊ سمڊ ۽ مسٽر ايلس تجويز ڏني ته جاگيردار کي سند جاري ڪندي پنج سئو بيگهه دائمي منظور ڪري ڏنا وڃن. هن کي اها اراضي سند نمبر 88 هيٺ ڏني وئي، جنهن موجب سندس وارثن کي 1815 بيگهه واري اها جاگير عام ڍل ڏيڻ يا جاگير جي رواجي اراضي تان هٿ ڪڻڻ هيٺ هن وٽ رکڻ جي عام مختياري ڏني وئي هئي.

**خانائي، حامد علي قريشي:** سنڌ جي ٻرڪ اديب، نقاد، عالم ۽ تاريخدان قريشي حامد علي خانائيءَ جو جنم ساهتي پرڳڻي جي شهر خانواهڻ، تعلقي ڪنڊيارو، ضلعي نوشهري فيروز ۾، 6 جنوري 1934ع تي حڪيم قاضي محمد يعقوب 'صابر' قريشيءَ جي گهر ۾ ٿيو ڊاڪٽر خانائيءَ جو والد ۽ ڏاڏو بزرگوار پڻ پنهنجي دور جون وڏيون علمي شخصيتون رهيا آهن. سندس خاندان جي بزرگن جو خانواهڻ شهر ۾ مڪتب ۽ مدرسو به هو. حامد علي قرآن مجيد، نور نامي، سنڌي ۽ فارسيءَ جي تعليم پنهنجي ڏاڏي قاضي ميان امام بخش قريشيءَ جي مدرسي ۾ حاصل ڪئي. مئٽرڪ جو



امتحان لوڪل بورڊ (هاٽي ايچ. ايم. خواجا) هاءِ اسڪول نوابشاهه مان 1954ع ۾ پاس ڪيائين.

تعليمي گهراڻي سان واسطو هئڻ ڪري ملازمت جو آغاز به تعليم کاتي ۾، ايچ. ايم. خواجا هاءِ اسڪول نوابشاهه ۾ هڪ استاد جي حيثيت سان شروع ڪيائين. سندس علم ۽ قلم سان ناتو ابتدا کان رهيو. لکڻ پڙهڻ سندس محبوب مشغلو هو. ابتدا ۾ ڪجهه افسانا لکيائين ۽ 'خادم' تخلص سان شاعري به ڪيائين، پر ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي ۽ رحيمداد مولائي شيدائيءَ جي صلاح سان هن جي قلم تاريخ ۽ تحقيق ڏانهن موڙ کاڌو. تاريخ ۽ تحقيق جي ميدان ۾ شاهڪار تحقيقي مضمون ۽ مقالا لکيائين. اڳتي هلي 1965ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان سنڌي ادب ۾ ايم. اي ڪيائين. 1966ع ۾ ڪنڊڪوٽ خانگي ڪاليج ۾ ليڪچرار مقرر ٿيو جتي مشهور اديب قمر شهباز پرنسپال هو. سال 1975ع ۾ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان ڏئي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج نوابشاهه ۾ سنڌيءَ جو ليڪچرار مقرر ٿيو. علامه غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي رهبريءَ ۾ 'ساهتي پرڳڻي جا قديم علمي مرڪز' عنوان سان تحقيقي مقالو لکي، 1986ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان پي. ايڇ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين.

علم ادب جي ميدان ۾ خانائي صاحب تي قاضي محمد يعقوب 'صابر' ايچ. ايم. خواجا، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي، رحيمداد خان مولائي شيدائي، پيرحسام الدين راشدي، غلام محمد گرامي، علامه غلام مصطفيٰ قاسمي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو گهڻو اثر رهيو. ڊاڪٽر خانائيءَ به شاديون ڪيون. کيس ڇهه پٽ ۽ هڪ نياڻيءَ جو اولاد ٿيو.

خانائي صاحب 1955ع کان ادب، سوانح حيات، تاريخ ۽ آثار قديمه تي تحقيقي مضون، مقالا لکندو رهيو. ساڳيءَ طرح نوابشاهه ضلعي جي قديم ماڳن، مڪانن، نصرپور ۽ روهڙيءَ جي تاريخ ۽ آثارن بابت به وڏي تحقيق ڪيائين. سندس مضمون ۽ مقالا سنڌ جي مشهور رسالن: 'نئين زندگي'، 'ٽماهي مهراڻ'، 'الرحيم'، 'اخبار تعليم'، 'سنڌ' ۽ 'السنڌ' ۾ شايع ٿيندا رهيا.

خانائي صاحب جي ڇپيل ڪتابن جو وچور هن ريت آهي: (1) نوابشاهه ضلعو- تاريخي شهر ۽ شخصيتون (1987ع)، (2) تذڪره ڪوٺائي سادات روهڙي (1998ع)، (3) تذڪره پوراني سادات سکر (2001ع)، (4) الزليخا (پيرحسام الدين راشديءَ جو ناوليٽ ۽ ان بابت تحقيق: 2003ع)، (5) ايچ. ايم خواجا- هڪ مثالي استاد (2003ع)، (6) مقالات خانائي (شخصيات: 2006ع)، وڪريل وٽون (عطا حسين شاهه موسويءَ جا مضمون: ترتيب: 2011). سندس هيٺيان ڪتاب قلمي صورت ۾ موجود آهن: (1) ساهتي پرڳڻي جا قديم علمي مرڪز (پي. ايڇ. ڊي ٿيسز)، (2) ظهورنامه موئي مبارڪ، (3) سنڌ جو دارالمصنفين (سنڌ مسلم ادبي سوسائٽي)، (4) تاريخ نصرپور، (5) سنڌ جا خوشنويس، (6) بکر جا مغل گورنر، (7) تذڪره شعراء روهڙي، (8) مرڪ، ٺهڪ ۽ لڙڪ (آتم ڪهاڻي)، (9) مقالات خانائي (9 جلد).

ڊاڪٽر خانائي ڪيترن شاگردن جي ادبي رهنمائي ڪري ڪين ايم. اي، ايم. فل ۽ پي. ايڇ. ڊي جي سلسلي ۾ مدد ڪئي. ڪين مواد جا نوٽس ۽ خاڪا تيار ڪري ڏيڻ سان گڏ، سندن مواد تي نظرثاني به ڪري ڏيندو رهيو. ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپر، ڊاڪٽر غلام حيدر هرڙي (حيدر سنڌي)، ڊاڪٽر سيد اشفاق احمد بخاري، ڊاڪٽر عبدالرؤف ميمڻ، ڊاڪٽر عبدالرزاق گهانگهري، ڊاڪٽر محمد خان جمالي، ڊاڪٽر غلام قادر سومري، ڊاڪٽر عبدالرزاق سومري ۽ ڊاڪٽر عبدالرسول قادريءَ هين جي پي. ايڇ. ڊي مقالن جو رهبر (Guide) رهيو.

ڊاڪٽر خانائيءَ جي علمي ۽ ادبي خدمتن جي مڃتا طور ڪيترن ادارن کيس ايوارڊ ڏنا آهن. جهڙوڪ: پنيور سيمينار ايوارڊ (1983ع)، سگا سنڌ طرفان 'پيرحسام الدين راشدي ايوارڊ' (1986ع)، 'علامه آءِ آءِ قاضي ايوارڊ'، 'حمل فقير ادبي ايوارڊ' (1997ع)، نئين زندگي گولڊن جوبلي سيمينار جي موقعي تي 'مولانا عبدالواحد سنڌي يادگار شيلڊ' (1999ع) ۽ 'پير آغا غلام مجدد متعلوي سرهندي ايوارڊ' (2009ع).

ڊاڪٽر خانائي گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهه مان 6 جنوري 1994ع تي اسسٽنٽ پروفيسر جي عهدي تان رٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ مهراڻ ڪالوني نوابشاهه ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي. هو سادگي پسند، نهٺو هڏ ڏوکي، اديبن ۽ شاعرن جي دلي طرح رهنمائي ڪندڙ استاد، حساس طبع، شهرت کان دور، مطالعي جو ڪوڏيو اهل قلم علمي ادبي شخصيت هئڻ سميت تاريخ ساز ماڻهو هو. 2007ع ۾ حرمين شريفين ويو. وفات کان اڳ 2008ع ۾ سندس وڏو پٽ ڊاڪٽر ممتاز علي قريشي ڦوهه جوانيءَ ۾ اوچتو گذاري ويو.

حامد علي خانائي ڇاهتر سالن جي ڄمار ۾ تاريخ 28 ربيع الاول 1431هه بمطابق 15 مارچ 2010ع تي خانائي هائوس نوابشاهه ۾ وفات ڪئي. کيس اباڻي ڳوٺ خانواهڻ ۾ مٽيءَ ماءُ حوالي ڪيو ويو.

**خانبهادر احمد خان سڏايو:** وڏيرو احمد خان ولد چوڏهيو خان سڏايو شڪارپور جي ڳوٺ چوڏهيي سڏايي ۾ 1856ع ڌاري ڄائو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي ۽ فائينل جي تعليم حاصل ڪري زميندار ي ڪرڻ لڳو. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر هو. پنهنجي سماجي ڪمن سبب پوري شڪارپور ۾ مشهور هو. انگريز حڪومت جي طرفان کيس خانبهادر جي لقب سان گڏ اندازاً 20 عدد آفرين نامه ۽ 'ميڊل' ڏنا ويا. 1901ع ۽ 1931ع واري ٻوڏن (سيلاب) کان بچاءَ لاءِ سندس ڪيل خدمتن جي عيوض انگريز ڪمشنر پاران آفرين نامه مليس. 5 ڊسمبر 1928ع تي ڳوٺ چوڏهيي سڏايي ۾ هڪ 'ڪوآپريٽو سوسائٽي' قائم ڪيائين. هن انگريز حڪومت جو ڀرپور ساٿ ڏنو جنهن ڪري وطن دوست ماڻهن جي نظر ۾ سندس ڪردار منفي رهيو. جنوري 1935ع ۽ 1939ع ۾ هن کي اعزازي تلوار ڏني وئي. شملي ۾ 12 مئي 1937ع تي جارج پنجين احمد خان سڏايي کي خدمتن جي عيوض هڪ سونو ميڊل ڏنو. حڪومت کيس اعزازي مئجسٽريٽ جا اختيار به ڏنا، جنهن ۾ 6 مهينا سزا ڏيڻ جو اختيار به شامل هو. هن سياست ۾ هميشه آل انڊيا مسلم ليگ جو ساٿ ڏنو. 1943ع جي عام چونڊن ۾ خانبهادر احمد خان سڏايي جي اليڪشن ۾ مدد ڪرڻ لاءِ سندس ڳوٺ چوڏهيي ۾ تنهن وقت جي نامور سياسي شخصيتن شرڪت ڪئي.

قائداعظم محمد علي جناح بلوچستان ويندي شڪارپور اسٽيشن تي احمد خان سڏايي جي اليڪشن ۾ ڪاميابي لاءِ تقرير ڪئي. 1943ع جي اليڪشن ۾ خانبهادر احمد حاجي مولا بخش سومري کي شڪست ڏني ۽ اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. هن 1944ع ڌاري وفات ڪئي.

**خانبهادر، اَرد شير هرمسجي:** نامور سماجي ڪارڪن خانبهادر آرد شير ولد هرمسجي ماما 11 سيپٽمبر 1873ع تي ڪراچيءَ ۾ ڄائو.



سندس تعلق پارسي خاندان سان هو هن ڪراچيءَ مان تعليم مڪمل ڪئي. تعليم پرائڻ کان پوءِ هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي ابتدا سرڪاري نوڪري کان ڪئي. هيءُ سرڪاري نوڪريءَ ۾ مختلف عهدن تي رهيو 1918ع ۾ هن نوڪريءَ کي خيرباد چئي پنهنجو واپار ۽ فلاحي ڪم شروع ڪيا، انهن فلاحي ڪمن ۾ شامل 'ماما پارسي گرلس هاءِ اسڪول' ۽ غريب پارسين جي رهڻ لاءِ گهر ٺهرايائين. هن ڪراچيءَ ۾ پنهنجي نالي سان 'ماما پئلس' نالي عاليشان محل ٺهرايو جيڪو بعد ۾ 'پئلس هوٽل' ۾ تبديل ٿيو هي ڪراچي ڪارپوريشن جو ڪيترو وقت ميمبر ڪراچي ضلعي لوڪل بورڊ جو سرڪار طرفان نامزد ٿيل 1921ع کان 1933ع تائين ميمبر، ڪراچي پارسي انسٽيٽيوٽ جو صدر، ڪراچي ڪلب جو پريزيڊنٽ، فرسٽ ڪلاس آنرري مئجسٽريٽ، ڪراچي ڪينٽونمينٽ بورڊ جو ميمبر ۽ پارسي فنڊس جي ائسوسيئيشن جو ٽرسٽي به ٿي رهيو. 1929ع واري سنڌ اندر آيل بارشن ۽ ٻوڏن جي ستايل عوام جي سهائتا لاءِ هڪ رليف ڪميٽي مقرر ٿي، جنهن جو چيئرمئن جمشيد مهتا ۽ خزانچي خانبهار ماما هو. کيس سرڪار پاران سندس خدمتن جي عيوض انگريز سرڪار پاران خانبهادر جو لقب مليو. هن 15 فيبروري 1952ع تي وفات ڪئي. اڄ به ڪراچيءَ ۾ منگهي پير وٽ جيڪو گرم چشمو 'ماما باٿ' جي نالي مشهور آهي، ان جي سڌاري لاءِ اردشير هرمسجي ماما ان دؤر ۾ 16 هزار ڏنا هئا. هن چشمي جو پاڻي چمڙيءَ جي بيمارين ۾ ورتل مريضن لاءِ مفيد هو.

**خانبهادر خير بخش خان لغاري:** رئيس خير بخش خان لغاري 1880ع ڌاري ڄائو. هن جا وڏا اصل ۾ ديري غازي خان جا رهاڪو هئا ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ لاڙ واري علائقي ۾ ڳوٺ عبدالله خان لغاريءَ ۾ اچي آباد ٿيا. ميرن طرفان کين وڏيون جاگيرون ڏنيون ويون هيون. خير بخش خان لغاريءَ جو والد بعد ۾ چرٽياڻي ۾ آباد ٿيو.

خانبهادرالهه بخش لغاريءَ جي زراعت سان وڏي دلچسپي هئي. علائقي جي آبادگارن جي مسئلن حل ڪرائڻ لاءِ وڏيون ڪوششون ڪيائين. وقت جي سرڪار کيس اسپيشل مئجسٽريٽ به مقرر ڪيو ۽ هن عادلاڻ انداز ۾ فيصلا ڪري پاڻ مڃايو. انگريز حڪومت کيس 'خانبهادر' جو لقب ڏنو. 1930ع ۾ وفات ڪيائين ۽ کيس چرٽياڻيءَ جي مسجد ۾ دفن ڪيو ويو. بعد ۾ سندس جنازو ڪڍرائي کيس ڪربلا ۾ دفن ڪرايو ويو.

**خانبهادر خير محمد چانڊيو:** خير محمد ولد رئيس ڏتل خان چانڊيي جا وڏا اصل دادوءَ جا رهواسي هئا، جيڪي پوءِ اتان لڏي ٽنڊي محمد خان جي پرسان رهيا ۽ پوءِ اتان به لڏي وڃي سجاول ضلعي ٺٽي ۾ مقيم ٿيا. جتان خير محمد خان ۽ سندس وڏو ڀاءُ صوڀ خان تعلقي شاهبندر ۾ لاڏين جي پر ۾ صوڀ خان چانڊيي جي نالي سان نئون ڳوٺ ٻڌي رهڻ لڳا. شاهبندر جي آس پاس ۾ رئيس خير محمد خان ڪجهه زمين خريد ڪري ۽ ڪجهه سرڪاري زمين جي ڪٺت ڪري، پنهنجو اثر رسوخ قائم ڪيو. هو يورپي آفيسرن سان لاڳاپا رکي ۽ سندن طرفداري ڪري پهرين سيڪنڊ ڪلاس آنرري مئجسٽريٽ مقرر ٿيو ۽ پوءِ 'خانصاحب' ۽ 'خانبهادر' جا لقب ماڻيائين. 1921ع کان 1937ع تائين ضلعي ڪراچيءَ جي لوڪل بورڊ جو ميمبر رهيو ٻي مهاڀاري جنگ واري وقت ڪراچي ضلعي لاءِ 'نيشنل وار فرنٽ' جو ميمبر ٿيو هن کي نواب غيبي خان چانڊيي پنهنجي طرفان لاڙ جي چانڊين جو سردار مقرر ڪيو اسپتالن، اسڪولن ۽ هاسٽلن لاءِ ذاتي پئسا پڻ خرچ ڪندو هو

هيءُ 9 جولاءِ 1954ع ۾ وفات ڪري ويو.

**خانبهادر رسول بخش خان مغل:** خانبهادر رسول بخش خان مغل، مغلن جي زوال پذيريءَ واري دؤر ۾ پورچوگيزن جي ظلم ۽ بربريت کان هندستان ڇڏي ايران ۾ رهيو کيس اولاد ۾ معاويه نالي هڪ فرزند هو جنهن ايران ۾ نادر شاهه افشار جي ظلم کان ايران ڇڏي، بلوچستان جي علائقي قلات جا وڻ اچي وسايا. 1739ع ۾ نادر شاهه جي سندس ئي سپاهين هٿان قتل ٿيڻ کان پوءِ جڏهن افغانستان جي بادشاهه احمد شاهه ايران ۾ حڪومت ٺاهي، تڏهن هن معاويه کي ايران ۾ گهرائي پنهنجي لشڪر ۾ فوجي جرنيل مقرر ڪيو جتي هن سٺي ڪارڪردگي ڏيکاري. معاويه جي بهادريءَ جي هاڪ جڏهن قلات جي والي مير نصير محمد خان جي ڪن تي پئي، ته هن احمد شاهه ابداليءَ کان معاويه جي گهر ڪئي جنهن تي احمد شاهه ابدالي، معاويه جي ٻانهن تحفي طور خان آف قلات کي ڏني. قلات ۾ معاويه کي شير محمد ۽ جان محمد نالي ٻه فرزند ٿيا. رسول بخش مغل، شير محمد جو وڏو فرزند هو جنهن کي خان آف قلات، ٽالپرن جي سفارش تي موجوده قنبر (ضلعي) ۾ جاگير ڏئي آباد ڪرايو. هو ٽالپرن جي دؤر ۾ وزير به رهيو

1843ع ۾ ٽالپرن جي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ سندس جاگير ضبط ڪري کيس بمبئيءَ ۾ قيد ڪيو ويو جتي ڏيڍ سال جيل جون صعوبتون سٺائين. انگريزن جڏهن سنڌ ۾ وفاداريون طلب ڪرڻ لاءِ حڪمنامو جاري ڪيو تڏهن رسول بخش مغل مصلحت کان ڪم وٺي انگريز سرڪار جي حڪمنامي جي پليڪار ڪئي، جنهن تي انگريز سرڪار سندس ضبط ڪيل جاگير ٻيهر 1845ع ۾ بحال ڪئي ۽ کيس ڪراچيءَ ۾ مختيارڪار مقرر ڪيو. انهن ڏينهن ۾ ڪراچيءَ ۾ پليگ جي وبا پکڙي هئي، جنهن ۾ هزارين ماڻهو مري ويا، ان دوران رسول بخش مغل شهرين جي وڏي پئماني تي سماجي ۽ مالي خدمت ڪئي، جنهنڪري برطانيه سرڪار کيس 'خانبهادر' جو لقب ڏنو. کيس لاڙڪاڻي ۾ مقرر ڪيو ويو.

هن لاڙڪاڻي ۾ گرلز ڪاليج لاڙڪاڻي جي عمارت جو سنگ بنياد هن رکيو. روايت آهي ته رسول بخش مغل اڳتي هلي هڪ عرب سپهه سالار حاجي اسماعيل شاهه جي تصوراتي قبر ۽ ان تي خوبصورت مقبرو تعمير ڪرايو ۽ ڪافي زمين ان درگاهه جي نالي وقف ڪئي، جيڪا درگاهه قنبر ويجهو اوير ۾ واقع آهي. خانبهادر رسول بخش مغل زندگيءَ جي آخري ڏينهن ۾ ’خاڪسار تحريڪ‘ سان لاڳاپيل رهيو. هن ڊسمبر 1931ع ۾ وفات ڪئي. وصيت موجب کيس جيڪب آباد شهر ۾ پنهنجي پاءُ غوث بخش مغل جي پرسان دفنايو ويو.

**خانبهادر سيد محمد ڪامل شاهه**: سيد محمد ڪامل ولد قبول محمد شاهه 1874ع ڌاري جنم ورتو سندس ڏاڏي سيد محمد سعيد شاهه هنگورجن جي ڳوٺ ويجهو متياري مان لڏي ٽنڊي محمد خان شهر کان پنج ميل پري پنهنجو ڳوٺ ’سعيدپور‘ ٻڌي ويٺو سيد محمد ڪامل شاهه شروعاتي تعليم مڪاني طرح حاصل ڪئي. پارسي مولوي محمد ابراهيم قريشي وٽ پڙهيو. سندس پيءُ جي وفات کانپوءِ سمورو ڪاروبار پاڻ سنڀاليائين. هن پنهنجي لياقت ۽ لڳ لاڳاپي جي ڪري علائقي ۾ وڏو اثر پيدا ڪيو جنهن جي بطور کيس ضلعي لوڪل بورڊ جو ميمبر چونڊيو ۽ گهڻي عرصي تائين عام ماڻهن جي خدمت ڪندو رهيو. جڏهن نون سڌارن موجب 1921ع ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان ليجسليٽو ڪائونسل تي وڌيڪ عيوضي مليا، تڏهن انهيءَ سال کان سيد ڪامل شاهه زميندارن ۽ جاگيردارن جي تڪ مان ميمبر چونڊيو ويو ۽ 1936ع تائين ميمبر رهيو. بمبئي ڪائونسل تي سنڌ طرفان چونڊيل ميمبرن ۾ هن جي وڏي عزت هئي. سيد محمد ڪامل شاهه ٽنڊي محمد خان سب ڊويزن جي زميندارن ۽ آبادگارن جي جماعت جو ڪيترائي سال صدر رهيو. 1934ع ۾ خدمتن عيوض کيس ’خانبهادر‘ جو لقب مليو. سر غلام حسين ۽ نور محمد وڪيل سندس ئي مدد سان چونڊيا. هن ٻه شاديون ڪيون. پاڻ 29 اپريل 1937ع تي وفات ڪري ويو.



**خانبهادر شهريار پائي ڪنٽريڪٽر**: سماجي ڪارڪن خانبهادر شهريار پائي ڪنٽريڪٽر جو جنم 5 سيپٽمبر 1878ع ڌاري پارت ۾ ٿيو. گريجوئيشن مڪمل ڪرڻ کان پوءِ هن پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات استاد طور ڪئي، جتان ترقي ڪندي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر ۽ سنڌ مدرسي ڪراچيءَ جو پرنسپال ٿيو ان کان سواءِ هيءُ مختلف عهدن جهڙوڪ: اسسٽنٽ ڊائريڪٽر پبلڪ انسٽرڪشن پونا، 1937ع ۾: ’سرونگ بردر‘ 1939ع: ’آفيسر بردر‘ ۽ 1946ع ۾ ’ڪمانڊر بردر‘ ٿيو. پاڻ 1902ع ۾ گجرات ڪاليج احمد آباد جو ’دڪشنا فيلو‘، سنڌ پراونشل پرائمري ايجوڪيشن بورڊ جو ميمبر، پارسي شادين جي ڪورٽ جو ميمبر ۽ پارسي ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽيءَ جو چيئرمئن به ٿي رهيو. کيس سرڪار پاران ’خانبهادر‘ جو لقب 1929ع ۾ مليو ۽ کيس ٻيا به ڪيترائي سرڪاري اوارڊ مليا. هيءُ 18 آگسٽ 1962ع تي وفات ڪري ويو.



**خانبهادر شيخ صادق علي انصاري**: شيخ صادق علي انصاري ولد شيخ شير علي انصاريءَ جا وڏا انبهٽ سهارنپور انڊيا جا رهاڪو هئا، جتان اچي شڪارپور ۾ آباد ٿيا. هن ابتدائي تعليم شڪارپور مان حاصل ڪئي، مئٽرڪ حيدرآباد جي اسڪول مان پاس ڪيائين. مرزا قليچ بيگ سندس ڪلاس فيلو هو. شيخ صادق علي 17 آڪٽوبر 1873ع تي سرڪاري نوڪريءَ تي فائز ٿيو 7 ڊسمبر 1881ع تي مختيارڪار مقرر ٿيو جتان ڊپارٽمينٽل امتحان پاس ڪري 12 مئي 1888ع تي ڊپٽي ڪليڪٽر مقرر ٿيو 11 مئي 1907ع تي خيرپور رياست جو وزير ٿيو 1911ع ڌاري کيس "خانبهادر" جو لقب مليو. هن خيرپور ۾ فيض لائبريري ۽ جيمخاني جو بنياد رکيو ۽ تعليم لاءِ به اهم ڪم ڪيائين. ڪوٽڏيجي ۾ خانگي شاهي محل تيار ڪرايائين. شيخ صادق علي خانبهادر قادرداد خان جي زبردست ڪلارڪ به ٿي رهيو ڪراچيءَ ۾ ٿيل "آل سنڌ انڊيا محمدن ايجوڪيشنل ڪانفرنس" سندس وقت ۾ ٿي هئي.

**خانبهادر عظيم خان دراڻي**: خانبهادر عظيم خان جو والد عنايت علي خان، دراڻي پناڻن مان هو سندس ڏاڏي جو نالو به عظيم خان هو ميان عنايت خان پوليس جي نوڪريءَ سبب سنڌ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. هو جڏهن ماتليءَ ۾ سب انسپيڪٽر هو ته هالا جي مختيارڪار ميان عبدالواحد سان سندس دوستي ٿي، جيڪا عزازت ۾ بدلجي وئي. ميان عنايت خان، قاضي عبدالواحد کي پنهنجي نياڻيءَ جو سڱ ڏنو ۽ ائين سندس رهائش به هالن پراڻن ۾ ٿي. کيس پٽ ميان عظيم خان 1882ع ڌاري هوسڙي ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. ميان عظيم خان سنڌي پڙهي، انگريزي پڙهڻ ويٺو. مئٽرڪ تائين تعليم پرائي، روينيو کاتي ۾ ڀرين آڪٽوبر 1900ع تي نوڪريءَ ۾ گهڙيو 1914ع ۾ مختيارڪار ٿيو ان کان پوءِ کيس بمبئي ۾ 1917ع ۾ ڪوآپريٽو ٽريننگ لاءِ گهرايو ويو جتي ٽريننگ ڏيڻ کانپوءِ، 1918ع ۾ کيس ڪوآپريٽو سوسائٽيءَ جو اسسٽنٽ رجسٽرار ڪري سنڌ ۾ رکيو ويو. 1921ع ۾ کيس سٺي ڪارڪردگيءَ تي سرڪار طرفان خانصاحبيءَ جو لقب مليو. 1923ع ۾ کيس خانبهادريءَ جو لقب مليو انهيءَ کان پوءِ کيس سوسائٽي جو ڊپٽي رجسٽرار ڪيو ويو. ان عهدي تي 21 مئي 1930ع تائين رهيو پوءِ 1934ع ۾ وري روينيو کاتي ۾ ميرپورخاص جو ڪليڪٽر مقرر ٿيو ان کان پوءِ مئنيجر انڪمبرڊ اسٽيشن ٿي رهيو ڪجهه وقت سرڪار طرفان بمبئي ڪائونسل تي نامزد ميمبر به ٿي رهيو. نيٺ 1937ع ۾ پينشن تي لٿو پر سرڪار کيس وري ڳوٺ سڌار هلچل جي پروپيگنڊا لاءِ 1938ع ۾ عملدار ڪري مقرر ڪيو جنهن ڪم جي سلسلي ۾ سڪرنڊ تعلقي جي ڳوٺ ميان شورا ۾ گشت ڪندي دل بيهڻ سبب 19 ڊسمبر 1938ع تي وفات ڪيائين.

خانبهادر عظيم خان بابت جي. ايم. سيد 'جنب گذاريم جن سين' ڪتاب ۾ لکيو آهي ته: "هي عوام جو خادم، ملڪ جو خيرخواه، مدبر، دوستيءَ جو سچو، مهل سر ڪم ايندڙ ۽ ملڪ جي اڪثر ڀلي وارن ڪمن ۾ اندروني مدد ڪندو هو. پنهنجي دور جي اڪثر سياستدانن سان هن جا تعلقات هئا. ڪو ڪانگريسي هو يا مسلم ليگي، شهري هو يا ٻاهر وارو، هر هڪ جي واتان سندس تعريف ٻڌڻ ۾ ايندي هئي. هي سنڌ جي بمبئيءَ جدائيءَ واري تحريڪ دوران مسلمانن جي آدمشماريءَ کي پوري لکائڻ جي ڪوشش، مسلمانن جي انگريزي اخبار جاري ڪرڻ جي تجويز، ڳوٺ سڌار تحريڪ ۽ ٻين مختلف ڪمن ۾ گهڻو سرگرم رهيو. سنڌ جي اڪثر ڪامورن ۽ زميندارن سان سٺا تعلقات هئڻ سبب انهن جي ذريعي، ماڻهن جا اڪيچار ڪم ڪرائيندو هو.

**خانبهادر غلام علي نانا**: نامور تعليمي ماهر خانبهادر غلام علي نانا ولد خانبهادر نورالدين، 29 جون 1880ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. سندس والد بنيادي طرح هڪ استاد هو جيڪو بعد ۾ سنڌ جو ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر ٿيو. غلام علي نانا مئٽرڪ جو امتحان سنڌ مدرسي مان ڊسمبر 1898ع ۾ پاس ڪري، ڊي. جي سنڌ آرٽس ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخلا ورتي، جتي هي پهريون مسلمان شاگرد هو جنهن



1899ع ۾ عام معلومات جي امتحان ۾ "مئڪسويل ميلوائيل" انعام حاصل ڪيو. تعليم مڪمل ڪرڻ کانپوءِ سنڌ مدرسي ۾ اسسٽنٽ ماستر مقرر ٿيو. ڪجهه عرصي کانپوءِ نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ استاد مقرر ٿيو، جتي ٽي سال نوڪري ڪرڻ کانپوءِ سر غلام حسين هدايت الله جي ڪوشش سان خيرپور جي هڪ اسڪول جو هيڊماستر مقرر ٿيو. 1911ع ۾ رياست خيرپور جي وڪٽوريا هاءِ اسڪول جو هيڊماستر، 1918ع ۾ اتر سنڌ ۾ ملا اسڪولن جو ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر ۽ ڪميٽيءَ جو سيڪريٽري مقرر ٿيو. 1922ع ۾ ٽيچرس ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد جو پرنسپال مقرر ٿيو. ان عهدي تي چوڏهن سالن تائين خدمتون سرانجام ڏنائين. پهرين جنوري 1936ع تي ڪيس سنڌ جو ايجوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ڪيو ويو. سنڌ جي بمبئيءَ کان عليحدگيءَ کان پوءِ 1937ع ۾ راجڪوٽ جي 'راجڪمار چيفس ڪاليج' جو وائيس پرنسپال مقرر ڪيو ويو. 1939ع جي ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران ڪيس سنڌ لاءِ 'وار رسڪ انشورنس' واسطي اسپيشل آفيسر مقرر ڪيو ويو. 1942ع ۾ سنڌ ۾ حرن جي ٻارن جي تعليم لاءِ سپرنٽينڊنٽ مقرر ٿيو. ان کان پوءِ ڪيس پير پاڳاري جي فرزندن جي تعليم لاءِ نگران مقرر ڪيو ويو. 1947ع ۾ تعليم کاتي ۾ اسپيشل آفيسر مقرر ٿيو. خانصاحب غلام علي نانا، ڊسٽرڪٽ اسڪائوٽس ڪمشنر، حيدرآباد مونسپالٽيءَ جو نامزد ميمبر، ٽنڊي باگي هاءِ اسڪول جو ميمبر ۽ سيڪريٽري رهيو. 1944ع کان 1946ع تائين سنڌ مدرسي بورڊ جو اعزازي سيڪريٽري رهيو. خانصاحب سنڌ ۾ مسلمان ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي گڏيل تعليم جو باني هو. تعليم جي واڌاري لاءِ سدائين پتوڙيندو رهيو. حيدرآباد شهر ۾ سندس نالي سان هڪ اسڪول به قائم ٿيو. خانبهادر غلام علي نانا پهرين نومبر 1970ع تي وفات ڪئي. سندس پٽ جسٽس فيروز نانا ۽ پوٽي انيتا غلام علي پڻ سنڌ ۾ چڱي شهرت رکندڙ فرد آهن.

سندس تعليمي خدمتن جي عيوض 1933ع ۾ ڪراچيءَ ۾ بمبئيءَ جي گورنر لارڊ بريبورن ڪيس 'خانبهادر' جو خطاب ڏنو. جڏهن ته 1935ع ۾ ڪيس جارج پنجين 'سلور جوبلي' جو تمغو ڏنو. سنڌ ۾ پرائمري ۽ سيڪنڊري تعليم جي سرشتي کي نئين سر ناهڻ لاءِ بمبئي سرڪار هڪ ڪميٽي ناهي، جنهن جو ڪيس ميمبر مقرر ڪيو ويو.

**خانبهادر غلام محمد خان وسڻ**: سانگهڙ ضلعي جو ناميارو سياسي اڳواڻ خانبهادر غلام محمد خان وسڻ، خانبهادر محمد هاشم خان وسڻ جو فرزند هو. سندس ڏاڏي جو نالو ميان پنهون خان وسڻ هو. سندس والد وڏيءَ دسترسيءَ وارو ماڻهو ٿي گذريو آهي. غلام محمد خان پنهنجي پيءُ جو وڏو فرزند هو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ جي اسڪول ۾ ورتي. ست درجا سنڌي ۽ چار درجا انگريزيءَ کان وڌيڪ تعليم حاصل نه ڪري سگهيو. پيءُ جي وفاتيءَ کان پوءِ، وڏي فرزند هئڻ ڪري، زمينداريءَ جي سموري ڪاروبار جو بار هن جي مٿان پيو. جنهن کي هن خوش اسلوبيءَ سان، سُڌاري، وڌائي، نظام هيٺ آندو.

خانبهادر غلام محمد خان وسڻ 1944ع ۾ ضلعي لوڪلبورڊ ٿرپارڪر جو ميمبر چونڊيو. اُن وقت مسلم ليگ اندر خانبهادر کهڙي ۽ جي. ايم. سيد جي گروهه جي وچ ۾ رساڪشي هئي. خانبهادر ميان فقير محمد مگريي سان گڏجي، خانبهادر ايوب کهڙي جو دست راست ٿي ڪم ڪيو. خانبهادر غلام محمد خان ۽ سانگهڙ ضلعي جي ٻئي اهم سياسي اڳواڻ خانبهادر محمد حيات جوڻيجي جا، 1940ع ۾، حر تحريڪ جي زماني کان اختلاف هلندا ايندا هئا. جوڻيجن جا خانبهادر غلام نبي شاهه ۽ غلام حيدر شاهه سان به واسطا هئا. جڏهن 1945ع جي آخر ۾ مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ سان جي. ايم. سيد جو سنڌ اسيمبليءَ جي اميدوارن جي چونڊ تي اختلاف ٿيو ته مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ غلام حيدر شاهه جي مقابلي ۾ خانبهادر وسڻ کي ٽڪيٽ ڏني، اسيمبليءَ ۾ چونڊائڻ جي ڪوشش ڪئي.

ان کان پوءِ 1945ع ۾ خانبهادر وسڻ، ضلعي لوڪلبورڊ ٿرپارڪر جو پريزيڊنٽ چونڊيو. جنهن عهدي تي 10 سال رهيو ۽ خانبهادر کهڙي جي خاص دوستن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. هڪ وقت ۾ هو صوبائي سنڌ مسلم ليگ جو نائب صدر، آل انڊيا مسلم ليگ ڪائونسل ۽ آل پاڪستان مسلم ليگ ڪائونسل جو ميمبر ۽ سنڌ صوبي مسلم ليگ جي پارليامينٽري بورڊ جو ميمبر به ٿي رهيو. 1953ع ۾ خانبهادر کهڙي جا پاڪستان مسلم ليگ سان اختلاف پيدا ٿيا، ۽ هن جدا سنڌ مسلم ليگ ناهي، ته اُن ۾ خانبهادر وسڻ به هن سان گڏ هو. ان پيري چونڊن ۾ مسلم ليگ ۽ پير صاحب پاڳاري جي گڏيل مخالفت جي ڪري هي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي نه سگهيو.

1956ع ۾ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو ۽ خانبهادر کهڙي سان گڏ مسلم ليگ گروهه ۾، ڊاڪٽر خانصاحب مرحوم جي وزارت جي مخالفت ۾ رهيو ۽ ملڪ سان مارشل لا لاڳو ٿيڻ تائين اسيمبليءَ جو ميمبر رهندو آيو. 1957ع ۾ حيدرآباد ۾ جيڪو ون يونٽ خلاف محاذ قائم ٿيو هو، اُن ۾ هن شرڪت ڪئي. نئين آئين نهڻ بعد، جڏهن 1961ع ۾ قومي اسيمبليءَ جون چونڊيون ٿيون ته هي سانگهڙ مان پير پاڳاري جي مخالفت جي باوجود قومي اسيمبليءَ تي چونڊجي آيو. سنڌ مان ٻه ميمبر، خانبهادر غلام محمد خان وساڻ ۽ سيد امير حيدر شاهه قومي اسيمبليءَ ۾ مخالفت ۾ ويهندا هئا، پر هن جا مخدوم صاحب هالن واري سان عقيدتمندانه تعلقات رهيا هئا. اُن جي هميشه ڪيس مدد ملندي هئي. حڪومت پاران مخدوم صاحب تي زور بار پيو ته خانبهادر وساڻ کان ووٽ سرڪار طرف ڪرائي. اُن کان اول ۾ هن انڪار ڪيو. سندس دوست کهڙو صاحب اسيمبليءَ کان ٻاهر هو. پير صاحب پاڳارو اڳيئي سندس مخالف هو. پر مخدوم صاحب سندس مددگار هو. اُن جي ٻه همدردي وڃڻ کان پوءِ هن جي مستقل مزاجي ٽُٽي پئي.

ٿوري وقت کان پوءِ محمد خان جوڻيجي جي وزير ٿيڻ بعد مغربي پاڪستان اسيمبليءَ تي اُن جي ميمبريءَ جي جاءِ خالي ٿي. خانبهادر محمد حيات جوڻيجي، خانبهادر وساڻ کان مدد گهُري. هُن اُن موقعي تي غنيمت ڄاڻي، جوڻيجي جي پُٽ کي چونڊائڻ ۾ مدد ڪئي.

ان کان پوءِ مٿس سرڪاري پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ زور بار وڌندو رهيو. هن لاءِ ٻه رستا کُليل هئا: يا مستقبل ۾ اسيمبليءَ جي ميمبريءَ تان هٿ کڻي، يا سرڪاري پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿئي. هن پوئين ڳالهه کي ترجيح ڏني ۽ سنڌ جي وڏيرڪي سياست وانگر جڳ جهڙو ٿيو.

خانبهادر غلام محمد وساڻ شخصي طرح مهمان نواز، وفادار دوست ۽ باهمت اڳواڻ هو. ايوب خان جي خلاف چونڊن ۾ هن محترمه فاطمه جناح کي مدد ڪئي ۽ پاڪستان نيشنل اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ آزاد اميدوار طور بيٺو ۽ ڪامياب ٿيو.

1970ع ۾ مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تان ذوالفقار علي ڀُٽي سان سانگهڙ ضلعي مان مقابلي ۾ بيٺو، پر چونڊن ۾ هارائي ويو. جنهن جو ڪيس ڏاڍو صدمو رسيو.

خانبهادر غلام محمد خان وساڻ، 28 ڊسمبر 1970ع تي وفات ڪئي.

**خانبهادر محمد پريل ڪلهوڙو:** دادو ضلعي جو مشهور زميندار ۽ سماجي اڳواڻ خانبهادر محمد پريل ولد ميان قادر بخش ڪلهوڙو 10 آڪٽوبر 1884ع تي اگهاماڻي (تعلقي ميهڙ) ۾ ڄائو. سندس والد رواجي ملڪيت وارو ماڻهو هو، پر مقاطعن کڻڻ، محنت ڪرڻ ۽ ڪفايت شعاريءَ ذريعي چڱي ملڪيت ناهي ويو. ميان محمد پريل ڪلهوڙي ابتدائي تعليم مقامي



اسڪول ۾ ورتي. جتان ورنيڪيولر فائنل پاس ڪرڻ کان پوءِ ٽيپداريءَ جو ڪورس پاس ڪري ٽيپدار طور سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو. 27 مئي 1935ع تي والد جي وفات کان ڪجهه وقت اڳ نوڪري ڇڏي اچي پنهنجون زمينون سنڀاليون ۽ مقاطعي کڻڻ جي ڪاروبار ۾ مشغول ٿيو. سگهوئي جفاڪشيءَ ۽ هوشياريءَ سان زمين وڌائي. ڪافي ملڪيت ۽ پئسو گڏ ڪري ويو. پوءِ اگهاماڻيءَ مان لڏي بالي شاهه اسٽيشن (تعلقو دادوءَ) جي پر ۾ پنهنجو ڳوٺ ٻڌائي ويٺو. گهر ۽ مهمان خاني لاءِ پڪيون عمارتون ٺهرايائين، دسترخوان جو ڪشادو هو. ڪامورن سان سٺا لاڳاپا هئس. مهل سر ماڻهن جا ڪم ڪاريون ڪري، نالو ڪڍائي ويو. دادو ضلعي ٿيڻ (1931ع) بعد، آفيسرن جي راضپي ڪري ڏري ضلعي ۾ هي پهرئين نمبر تي شمار ٿيڻ لڳو. 1933ع ۾ ضلعي لوڪلبورڊ جي پريزيڊنٽيءَ جي چونڊ ٿي. سندس مخالفن ميان يار محمد جوڻيجي کي بيهاريو. هئي طرف جي. ايم. سيد به اميدوار هو. پر آفيسر جي مدد ۽ رسوخ سان پريزيڊنٽ چونڊجي ويو. پريزيڊنٽيءَ وارو اوائلي دور سندس اوج جو زمانو هو. پنهنجي عزيز موسيٰ خان ڪلهوڙي کي اسڪولبورڊ جو چيئرمئن چونڊرايائين. سندس فرزند ميان شمس الدين ميهڙ تعلقي لوڪل بورڊ جو پريزيڊنٽ چونڊيو. ضلعي لوڪلبورڊ جي اجلاس وقت سوين ماڻهو لوڪلبورڊ جي ميٽنگ ڏسڻ ايندا هئا، جن لاءِ ديڳيون رڌائي کين ماني کارائيندو هو. انهن مان ڪي نوڪرين جا طالبو هوندا هئا، ڪن کي بندوق جا پروانا کپندا هئا، اهي سڀ ڪم هن جي معرفت ٿيندا هئا.

محمد پريل خان ڪلهوڙو نماز روزي جو پابند هوندو هو. وڏيءَ عمر ۾ مولوي رکي فارسي ۽ عربي پڙهيو. ان لاءِ هن ڳوٺ ۾ هڪ عاليشان مدرسو قائم ڪيو. جنهن ۾ غريب شاگردن جي رهائش، کاڌي خوراڪ ۽ پوشاڪ جو خرچ پريندو هو. علائقي ۾ ڪيترا ترقياتي ڪم ڪرايائين. انگريز ڪامورن جون دعوتون ڪندو هو. سماجي خدمتن جي ڪري انگريز سرڪار کيس 'خانبهادر' جو لقب ڏنو. هڪ سج ٻه پاڇا آهي. اڳتي هلي لوڪلبورڊ جي چيف آفيسر منگهارام ملڪاڻيءَ جي مقرريءَ تان اختلافن سبب ۽ گهڻ خرچائو هئڻ ڪري سندس حيثيت گهٽجي وئي، انڪوائري ڪميٽيءَ هن خلاف رپورٽ ڪئي. ان ڪري پهرين موڪل وٺي ويو ۽ پوءِ بمبئيءَ گورنمينٽ جي حڪم تي استعيفا ڏنائين. هيو پيرو جڏهن جي. ايم. سيد، سنڌ اسيمبليءَ ۾ چونڊيو، ته ڪليڪٽر خانبهادر نور نبيءَ جي مدد سان ضلعي لوڪلبورڊ جو صدر چونڊيو، پر اڳيون اوج نه رهيس.

محمد پريل خان، 7 آڪٽوبر 1946ع تي وفات ڪئي.

**خانبهادر محمد صديق ميمڻ:** سنڌي ٻوليءَ جو ناميارو اديب ۽ تعليمدان، محمد صديق ولد محمد يوسف ميمڻ، 30 مارچ 1890ع تي حيدرآباد ۾ ڄائو پرائمري ۽ ثانوي تعليم حيدرآباد مان ورتائين ۽ گرئجوئيشن عليگڙهه يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. خانبهادر محمد صديق ميمڻ 1935ع ۾ سنڌي مسلم ادبي سوسائٽي قائم ڪئي. جنهن جو پهريون سيڪريٽري ۽ پوءِ صدر ٿيو. 1940ع کان 1947ع تائين ٽريننگ ڪاليج فار مين حيدرآباد جو پرنسپال ٿي رهيو. خانبهادر محمد صديق

ميمڻ. سنڌي مسلم ادبي سوسائٽيءَ جي اهتمام هيٺ مسلمان نياڻين لاءِ پهريون سنڌي گرلس اسڪول 'مدرسة البنات' نالي سان حيدرآباد ۾ قائم



ڪيو. ان وقت وزير تعليم جي. ايم. سيد هو. هن اسڪول جي افتتاحي تقريب ۾ هالن جي علمي شخصيت مخدوم غلام حيدر صديقيءَ صدارت ڪئي ۽ خاص مهمان سائين جي. ايم. سيد هو. اهڙو ڪتبو پٿر تي اڪريل 'مدرسة البنات' اسڪول جي ٻاهران اڄ تائين لڳل آهي. خانبهادر1953ع ۾ مسلم گرلز آرٽس اينڊ سائنس ڪاليج حيدرآباد قائم ڪرايو.

هن سنڌي مسلم ادبي سوسائٽيءَ جي انتظام هيٺ سنڌي ڪتابن جي اشاعت لاءِ سنڌي مسلم ادبي (اليڪٽرڪ) پرنٽنگ پريس کولائي، جنهن جي نگراني خود ڪندو هو. خانبهادر سوسائٽيءَ پاران ڪيترا ڪتاب ڇپرايا.

خانبهادر محمد صديق ميمڻ ڪيترا علمي ادبي ۽ نصابي ڪتاب لکيا، جن مان 'سنڌ جي ادبي تاريخ' (ٻه ڀاڱا) اهم آهي. جنهن جا ڪيترا ڇاپا پڌرا ٿي چڪا آهن.

هن ڪتاب جو چوٿون ايڊيشن (گڏيل صورت ۾) 2000ع ۾ انسٽيٽيوٽ آف سنڌ الاجي ڄامشوري ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

هن جي لکيل/ڇپايل ڪتابن ۾ هيٺيان شامل آهن: (1) سنڌ جي ادبي تاريخ (ٻه ڀاڱا)، (2) ادبي تحفو (نثر جي بهار)، (3) پاڪستان جي تاريخ، (4) سنڌ جي تاريخ، (5) انگي حساب، (6) ڏيهي حساب، (7) ڄاميٽري، (8) گرامر، (9) مضمون نويسي، (10) حياتيءَ جو دور، (11) ڪامل رهنما، (12) تعليمي نفسيات، (13) بيگلار نامو وغيره.

*(حوالو: سنڌي نثر جي تاريخ، ڊاڪٽر غلام علي الانا، 1999ع)*

1941ع ۾ هن تعليمي ماهر جي تعليمي ۽ سماجي خدمتن کي ڏسندي ڪيس هندستان جي وائسراءِ پهرين 'خانصاحب' جو لقب ڏنو ۽ 1946ع ۾ کيس 'خانبهادر' جو لقب ڏنو ويو. خانبهادر محمد صديق ميمڻ، 20 نومبر 1958ع تي حيدرآباد ۾ وفات ڪئي.

**خانبهادر ميان علي بخش:** خانبهادر ميان علي بخش ولد ميان محمد حسين 1864ع ۾ ڄائو. هن جي خاندان جو تعلق حيدرآباد دکن سان هو. هن هاءِ اسڪول شڪارپور مان ابتدائي تعليم حاصل ڪئي ۽ پنهنجي سياسي ۽ سماجي زندگيءَ جي شروعات شڪارپور ميونسپل ڪاميٽيءَ ۾ ميمبر چونڊجڻ جي حيثيت سان ڪئي. اندازاً پنجاهه سالن تائين شڪارپور ميونسپل ڪاميٽيءَ جو هيءُ صدر، نائب صدر ۽ ميمبر رهيو.

هيءُ 1919ع ۾ هندوستان جي ڪائونسل آف اسٽيٽ ۾ سنڌ جي مسلمانن جي واحد نمائندي جي طور منتخب ٿي ويو ۽ هندوستان جي ورهاڱي تائين ان جو ميمبر رهيو. هميشه مسلمانن جي حقن لاءِ وڙهندو رهيو. سنڌس ڪوشش سان سنڌي مسلمانن کي سرڪاري نوڪرين ۾ چڱو خاصو حصو ملڻ لڳو. سنڌس خدمتن جي اعتراف ۾ برطانيه سرڪار 1935ع ۾ کيس 'خانبهادر' جو خطاب ڏنو ۽ سن 1939ع ۾ کيس جارج ڇهين طرفان 'سي. بي. اي' جو خطاب به مليو.

هن 85 ورهين جي ڄمار ۾ 21 ڊسمبر 1949ع تي وفات ڪئي.

**خانبهادر مير غلام محمد خان ٽالپر:** خانبهادر مير غلام محمد ولد مير محمد خان ٽالپر 1876ع ۾ ٽنڊي باگي ۾ پيدا ٿيو. سنڌس تعلق ٽالپرن جي مشهور مانڪاڻي خاندان سان هو. مير غلام محمد ٽالپر جوڻن



هوندي به ڪيترين ئي سياسي، سماجي ۽ علمي ادبي خدمتون آهن. پر هن لاڙ ۾ تعليم جي ڦهلاءَ لاءِ تمام گهڻيون ڪوششون ڪيون. اتان جي ماڻهن ۾ تعليمي سجاڳي آڻڻ لاءِ نه رڳو ٽنڊي باگي ۾ لارينس مدرسي ۽ مير غلام محمد گورنمينٽ هاءِ اسڪول جو بنياد رکيائين، پر انهن جون عمارتون به پنهنجي ذاتي خرچ تي تعمير ڪرايائين. هن شاگردن جي رهائش، کاڌخوراڪ ۽ ڪپڙي لٽي جو بندوبست به پنهنجي ذمي ڪنيو. ان دور ۾ جڏهن لاڙ واري علائقي ۾ غريب ماڻهو تعليم جو تصور ئي نه ٿي ڪري سگهيا، تڏهن هن اتي مفت تعليم شروع ڪري غريبن جي ٻارن کي هڪ وڏو موقعو فراهم ڪيو ۽ سنڌس هن خدمت واري جذبي لاتعداد ماڻهن جي زندگي سنواري.

مير صاحب ناميارو تعليمدان، شاعر ۽ اديب محمد صديق 'مسافر' کي ٽريننگ ڪاليج حيدرآباد مان پنهنجي ڳوٺ وٺي آيو ۽ ان جي مدد سان تعليمي سلسلو شروع ڪيائين. ٽنڊي باگي ۾ ڇٽن پنجن پٽڻن ۽ ڪجهه ڪرسين ۽ ٽيبلن سان هڪ مسواڙي جڳهه ۾ شروع ڪيل هي اسڪول ٿورن ڏينهن اندر پوري علائقي جو تعليمي مرڪز بڻجي ويو. ان دور ۾ هڪ انگريزي اسڪول شروع ڪرڻ ۽ ان کي ڪاميابيءَ سان هلائڻ ڏاڍو جاکوڙ طلب ڪم هيو، پر مير غلام محمد ۽ محمد صديق 'مسافر' جي گڏيل محنت ۽ ڪوشش سان هي سلسلو ڪامياب ٿيو. محمد صديق مسافر پنهنجي ڪتاب 'منازل مسافر' ۾ ان سموري ڪهاڻيءَ کي تفصيل سان بيان ڪيو آهي.

هڪ هنڌ محمد صديق 'مسافر' لکيو آهي ته: "مرحوم خانبهادر مير صاحب جو وقت بوقت اهوئي چوڻ هوندو هو ته خرچ منهنجو ۽ محنت ۽ ايمانداري تنهنجي، ڪڏهن به دل سست نه ڪجان". خانبهادر مير غلام محمد خان ٽالپر نه رڳو چوڪرن، پر نياڻين جي تعليم لاءِ به پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. 1928ع ۾ محمد صديق مسافر جي سهڪار سان حيدرآباد جي ٽريننگ ڪاليج جي پريڪٽس اسڪول مان هڪ ماسترياڻيءَ کي پنهنجي پوري ڪٽنب سميت ٽنڊي باگي ۾ رهايو ۽ اُتي نياڻين جو اسڪول شروع ڪرايو ۽ اُن ماسترياڻي ۽ سنڌس پوري ڪٽنب جي رهائش، کاڌ خوراڪ وغيره جو خرچ پنهنجي ذمي ڪنيو. مير صاحب جي هن ڪوشش جي نتيجي ۾ لاڙ جي پري پري وارن علائقن مان نياڻيون اچي تعليم جي زيور سان آراسته ٿيون.

هن نہ رڳو تعليمي حوالي سان پنهنجو ڪردار ادا ڪيو، پر غريب ۽ ضرورتمند ماڻهن جي مدد لاءِ بہ هر وقت حاضر رهندو هو. جيڪو بہ ڪنهن گهرج لاءِ سندس دروازي تي ايندو هو، اهو خالي واپس نہ موٽندو هو. 1914ع ڌاري پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران هن هندستان سرڪار کي هڪ لک رپيا قرض طور ڏيڻ ۾ زميندارن ۽ جاگيردارن ۾ پهريون نمبر ماڻيو ۽ سرڪار سندس خدمتن کي ساراهيندي کيس 'خانبهادر' جو لقب ۽ 'او. بي. اي' جو خطاب ڏنو. 1924ع ۾ مير صاحب اسڪول ۽ بورڊنگ هائوس لاءِ عاليشان عمارتون تعمير ڪرايون. ان کان سواءِ اسڪول جي هاسٽل لاءِ اڍائي لک رپيا بئنڪ ۾ انڊومينٽ فنڊ طور رکيائين. جنهن مان ملندڙ نفعو اسڪول جي ڪمن ۾ خرچ ٿيندو هو. ميرغلام محمد خان هاسٽل ۾ غريب ۽ مستحق شاگردن لاءِ رهائش ۽ خوراڪ جو مفت بندوبست هوندو هو. خانبهادر مير صاحب پنهنجي سموري ملڪيت غريبن ۽ مسڪينن جي فلاح لاءِ اسڪولن قائم ڪرڻ، شفاخانن هلائڻ، شاگردن کي اسڪالرشپون ڏئي اعليٰ تعليم لاءِ ولايت موڪلڻ ۾ خرچ ڪئي. لاڙ پٽ جي هن سخي دل انسان، 12 فيبروري 1932ع تي وفات ڪئي.

**خانبهادر ولي محمد آفندي**: خانبهادر ولي محمد، ناليواري تعليمدان حسن علي آفنديءَ جو پٽ هو. سندس جنم 5 ڊسمبر 1860ع تي ٿيو. بنيادي تعليم ڪراچيءَ ۾ ورتائين. پوءِ ايلفنسٽن ڪاليج بمبئيءَ مان 1882ع ۾ بي. اي جي ڊگري حاصل ڪيائين. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد 1883ع ۾ تعليم کاتي حيدرآباد ۾ ڊپٽي ايجوڪيشنل انسپيڪٽر مقرر ٿيو. 1885ع ۾ سندس والد حسن علي آفندي ڪراچيءَ ۾ سنڌ مدرسي جو



بنياد وڌو. ٻن سالن بعد ان مدرسي جو پرنسپال مقرر ٿيو. 1887ع کان 1897ع تائين ڏهہ سال مدرسي جي ترقيءَ ۾ ڪافي ڪوششون ورتائين. 1895ع ۾ حسن علي آفنديءَ جي وفات بعد مدرسي مان ڊگهي موڪل وٺي وڪالت پڙهڻ شروع ڪيائين ۽ 1899ع ۾ ايل. ايل. بي پاس ڪري سنڌي مسلمانن ۾ پهريون وڪيل بڻيو. ان بعد خان بهادر ولي محمد روينيو کاتي ۾ ملازمت دوران سنڌ جي مختلف شهرن ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر ٿي رهيو ۽ 1915ع ۾ رٽائر ڪيائين. رٽائرڊ ٿيڻ بعد کيس انتظامي ۽ تعليمي خدمتن عيوض 'خانبهادر' جو خطاب مليو. 1915ع ڌاري ڪراچيءَ ۾ فرسٽ ڪلاس اسپيشل مئجسٽريٽ مقرر ٿيو جنهن عهدي تي 20 سال ڪم ڪيائين. خانبهادر ولي محمد آفندي ڪراچي ميونسپالٽيءَ جو ڪيترن سالن تائين ميمبر بہ رهيو انهيءَ عرصي ۾ هن ضلعي جي اندر تعليم لاءِ پاڻ پتوڙيو 1897ع کان آخر تائين، سنڌ مدرسي بورڊ ۽ ان جي اسٽئنڊنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر رهندو آيو ۽ پنهنجي پيءُ جي قائم ڪيل اسڪول جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ ڪوشش ورتائين.

رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ جي 1924ع ۾ وفات بعد ان جي جاءِ تي مرڪزي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو 1931ع ۾ 'سنڌ مسلم ايجوڪيشنل ڪانفرنس' جي چيئرمئن جي حيثيت سان ڪم ڪيائين. ان ڪانسواءِ سنڌ محمدن ايسوسيئيشن' جو جنرل سيڪريٽري ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جو ڪيترو عرصو فيلو پڻ رهيو خانبهادر ولي محمد کي ٻن پٽن ميان عنايت علي خان ۽ ميان حسن علي خان جو اولاد هو. عنايت علي پوليس ۾ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ ۽ ميان حسن علي خان ڪسٽمس ۾ آفيسر هو. سندس ٻئي پٽ وفات ڪري ويا آهن. خانبهادر ولي محمد 'بانٽ' جي پر ۾ پيءُ پاران آيل زمين جي سار سنڀال لاءِ ويو جتي 14 فيبروري 1934ع تي دل بيهڻ سبب وفات ڪيائين.

**خان ٻهارو** (ديهہ): تعلقي ڪپري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

قاضي ولي محمد راجا، بيگن جوڻيجو (حيات جوڻيجو) ۽ الهہ بچايو راڄڙ، عباسي ماڇي، ملو ڀيل.

**خان ٻيلو** (ديهہ): پني عاقل جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خان ٻيلو (پڊ)، ستار ڏنو چاچڙ، بندي ۽ هوت خان چاچڙ (ڦلاٽي).

**خان ياري** (ديهہ): تعلقي ڪنڊ ڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ ڪو بہ ڳوٺ شامل نہ آهي.

**خانٽو** (ديهہ): تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سومرو ميرجت، محبت خان جمالي ۽ مير محمد ٽنگڙي.

**خان پوٽا** (ديهہ): تعلقي حيدرآباد جي هڪ ديهہ، جنهن ۾: حاجي ابراهيم ٻرڙو ۽ جت نالي ڳوٺ شامل آهن.

**خانپور**[1]: هيءَ ضلعي شڪارپور جو شهر ۽ هڪ تعلقو آهي. هي تاريخي شهر، شڪارپور شهر کان اوپر طرف انڊس هاءِ وي تي واقع آهي. هي شهر شڪارپور کان بہ اڳ قائم ٿيل معلوم ٿئي ٿو هن شهر جي آبادي هڪ لک جي لڳ ڀڳ ٿيندي. اڳاٽي زماني ۾ خانپور شهر جي چوڌاري ڪچو ڪوٽ (قلعو) هوندو هو جو اڳتي هلي زماني جي گردش سبب ڊهي ويو. ان زماني ۾ هن شهر جي چوڌاري تقريباً پنج سؤ کوهہ هئا، جن جي پاڻيءَ تي ٻنين ۾ ڀاڄيون ٿينديون هيون. اڄ بہ هتان جي بصر جي جنس ۽ پٽاڻن جي جنس مشهور آهي ۽ هتان جو تماڪ بہ مشهور آهي ۽ ٻيون ڪيترين ڀاڄيون ٿين ٿيون.

خانپور شهر ۾ سرڪاري اسپتال سان گڏو گڏ هاير سيڪنڊري اسڪول، گرلس هاءِ اسڪول، پرائمري اسڪول ۽ مدرسا بہ آهن. هتي رهندڙ ذاتين ۾ سيٺار، سيد، سومرا، چاچڙ، ٻرڙا، ابڙا، لاڙڪ، ميمڻ، ڀانولي، هڪڙا، آرائين، چوڌري، مغل، مگڻهار، بروهي، ڪيهري ۽ ٻيا قبيلا ۽ ذاتيون اچي وڃن ٿيون. هن نالي سان دادو ضلعي جي خيرپورناٿن شاهہ تعلقي ۾ بہ مشهور ڳوٺ آباد آهي، جنهن ۾ مشهور سياستدان امير بخش جوڻيجو رهندو هو. خانپور شهر ۾ ڪلهوڙن جي دور جي مسجد ۽ ان ۾ برهان جا قبا واقع آهن.

**خانپور** [2] (بندر): خانپور سنڌو درياهه جو آڳاٽي وقت ۾ هڪ شاندار بندر رهيو آهي. جيڪو ڪوٽڙيءَ جي ويجهو هو. ڪوٽڙي بندر جي زور وٺڻ ڪان پوءِ هن بندر جو اوج ختم ٿيندو ويو ۽ هاڻي خانپور ۾ بندر جو وجود نه رهيو آهي. ڪوٽڙي پُل ٺهڻ کان پهرين خانپور جو بندر اوج تي هو. ٽاٽي بولا خان ۽ ٽاٽي احمد خان جو هر قسم جو سامان هن بندر تان ٻاهر ويندو هو. انهيءَ زماني ۾ خانپور ڪان درياهه گوني ڪنڌ ناهي، سنڌو ڪوٽڙيءَ طرف وهندو هو ۽ ساڳي سڌائيءَ ۾ ڪاري کهي تائين ويندو هو. اڄ تائين خانپور ڪان درياهه ساڳئي نموني وهي ٿو. تيز تکي واءَ ۾ خانپور ڪان هيڙيون ونجهه هڻڻ ڪان سواءِ ڪوٽڙي ڏي وڃي نه سگهنديون هيون. خانپور بندر تي هيڙين کي مال لاهي اوپارو موٽڻو پوندو هو. ان حالت ۾ هيڙين کي ڏڪيائي ڪا نه ٿيندي هئي، پر لهوارو وڃڻ وقت ڪافي ڏکيائين کي مُنهن ڏيڻو پوندو هو. ڪوٽڙي پل ٺهڻ کان پوءِ ته خانپور جي "منجهه" وڌيڪ جوکائتي ٿي پئي هئي. ڏاڍي خبرداريءَ سان طوفانن سان منهن ڏيڻ وارا ملاح سيبتا ۽ سُچيت ناڪئا پل پهچڻ سان ويٺي يا سکان کي اهڙو تکڙو چڪر ڏيندا هئا، جو هيڙي ڦري پُل کان ٿورو اڳ تي تڙ سان اچي ميل ڪري بيهندي هئي. خانپور جي "منجهه"، ملاحن لاءِ زندگي ۽ موت جو مسئلو هوندي هئي.

**خانپور** [3] (ديهه): تعلقي خانپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خانپور، رڪيو مهر، محمد حسن بروهي، ڪنڌو بروهي، محمد صديق بروهي ۽ خدا بخش بروهي.

**خانپور** [3] (ديهه): تعلقي ميرپور ماٿيلي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خانپور، الهرکيو چاڪي، حاجي غلام رسول گبول، گهريو مگڻهار/ڦوڳ مگڻهار، خيرو مهر، ميهنون مهر، پناڻ مهر، موٺڻ مهر، گامڻ سيال/شيرشاهه، چڪ اسلام آباد ۽ گلزار مهر.

**خانپور** [4] (ديهه): تعلقي خيرپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

لعلو ميتلو، موسو ميتلو، ميتلا پير هوٿي موتي، ميٺلا قادربخش، گابر ميتلو، خانپور ۽ ڪوڙ ميتلو

**خانپور** [5] (ديهه): تعلقي خيرپور ناٿن شاهه جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خانپور، مير محمد جا پاڻ، هيلو پناڻ ۽ شيخن جا گهر.

**خانپور** [6] (ديهه): تعلقي ڳڙهي خيري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سردار محمد مقيم خان ڪوسو، ڪرم پور، نظر پور، جلباڻي، لعل پور (پراڻو) ۽ لعل پور (نئون).

**خانپور** [7] (ديهه): تعلقي ڪوٽڙي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

دائي شورو، برادي شورو، سلطان شورو، قاسم شورو، جان محمد شورو، سراتي شورو ۽ غلام حسين جا گهر.

**خانپوري در**: هي ۽ در شڪارپور قلعي جي اٺن دروازن مان هڪ دروازو آهي، جيڪو شڪارپور شهر جي اوڀر ۾ دادوائي روڊ ڪان پهرين سرڪيولر روڊ تي موجود آهي. هن دروازي وٽان خانپور شهر طرف رستو ويندو آهي، جنهنڪري ان کي 'خانپوري در' سڏجي ٿو. هن در وٽان گڏرنڊڙ رستو خانپور، ڪنڌڪوٽ ۽ ڪشمور جي طرف وڃي ٿو.

**خان جاگير** (ديهه): تعلقي پريا جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خان ڏنو ماڇي، غازي لاشاري، خميسو چانديو، بهادر تيوٽو، ڪهڙ تيوٽو ۽ حاجي عالم سيال.

**خان جي ڪُور**: ديهه جوهيءَ جي پراڻي نقشي ۾ ڊنڊ نرليءَ مان نڪرندڙ ڪڙيو 'خان جي ڪور' قديم ڪُور ڄاڻايو آهي. پوئين زماني ۾ 'خان جي ڪور' سڏجندڙ هن ڪُور (ڊنڊ) جو ذڪر ڪيترن روايتي تذڪرن ۾ موجود آهي. هن ڪور جي ڪپ تي لالواڻي لنڊ ڳوٺ قائم آهي، جيڪي خان جي ڪور وارا لنڊ سڏبا آهن. هيءَ خان نالي شخص جي ڪور، ڊنڊ نرليءَ منجهان نڪري ڪوسن جي ڳوٺ وٽ اينڊي هئي، جتان لالواڻي لنڊ جي ڳوٺ وٽان اولهه طرف نوڙهن جي ڳوٺ (موجوده بچل خان رند) وٽ ڇوڙ ڪندي هئي. هن مان ٻه ڪڙيا نڪرندا هئا، جن مان هڪ جوهيءَ طرف نڪرندو هو ۽ ٻيو نوڙهن جي ڳوٺ ڏانهن ويندو هو.

**خانچند درياڻي**: سنڌي ڊراما نويسيءَ جي عظيم ليکڪ، اداڪار، پهرين سنڌي فلم ڪمپنيءَ جي پايي وجهندڙ فلمساز، ڊراما نگار. خانچند شامداس درياڻيءَ، 1898ع ڌاري حيدرآباد ۾ جنم ورتو. سنڌي ادب جا تاريخ نويس ان ڳالهه تي متفق آهن ته: "سنڌي ڊرامي جو ابو مرزا قليچ بيگ آهي، پر ڊرامي کي مقبول ڪرڻ ۾ خانچند درياڻيءَ جو هٿ آهي".

خانچند درياڻيءَ جون سنڌي ادب ۾ خاص طور تفريحي ۽ سبق آموز ڊرامن لکڻ، اسٽيج ڪرڻ، ڊائريڪشن ڏيڻ ۽ ڊرامن ٺاهڻ سميت فلمن ٺاهڻ ۽ انهن کي مقبول ڪرڻ لاءِ وڏيون خدمتون آهن. هن جا سنسني خيز ناٽڪ ته تمام گهڻا مقبول ٿيا.

خانچند درياڻي زرعي کاتي ۾ ملازم هو، جتان 43 سالن جي ڄمار ۾ استيعفا ڏئي، سنڌي سئينما جي دنيا سان لاڳاپجي ويو. سنڌس ڪوششن سان 1923ع ۾ حيدرآباد ۾ 'رابندرناٿ لٽرري ڊرامڪ ڪلب' جو مهورت بنگال جي عظيم شاعر رابندرناٿ ٽئگور خود سنڌ ۾ اچي ڪيو هو. ان ڪلب ۾ هيرانند آڏواڻي، لعل چند امر ڏنو مل، ڄيٺمل پرسرام، ڏيئل مل لعلواڻي ۽ منگهارام ملڪاڻي سنڌس ساٿاري هئا. خانچند درياڻيءَ جا 25 کن اصلوڪا ۽ ترجمو ڪيل ناٽڪ آهن، جن ۾ هن حقيقت نگاريءَ (Realism) جو رنگ پريو. هن پنهنجن ڪيترن ئي ڊرامن ۾ خود به ڪردار طور ڪم ڪيو ۽ سنڌس ڊراما ٻين ٻولين ۾ ترجمو ٿيا ۽ انهن تي فلمون به ٺهيون.

خانچند درياڻيءَ ناٽڪن ذريعي سماجي اوڻاين کي پڌري ڪرڻ ۽ سڌاري آڻڻ جون ڪوششون ڪيون. ڊاڪٽر غلام علي الانا ڪيس 'نئين ناٽڪ جو پايو وجهندڙ' سڏيو آهي. سنڌس خيال آهي ته: "خانچند ڊرامن ۾ هندو سماج جي اڻنگين ريتن ۽ رسمن، ڏيتي ليتيءَ جهڙي موذي مرض،

مايا جي موهه ۾ ڦسي ڪيترن اوڻاين جي نشاندهي ڪئي آهي.

کانچند درياڻي، شخصي آزمودن بعد سنڌي ڊراما نگاري، کي حقيقت نگاري، جي دور ۾ سماجي ڪشمڪش تي لکڻ لاءِ موضوع گهڙي ڏنا ۽ سنڌي ڊراما نگاري، کي وقت جي تقاضائن ۽ سماجي مسئلن سان هم آهنگ ڪرڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو. ان موضوع تي سندس ناٽڪ 'گلاب جو گل' ڪيرون لهڻي، جيڪو ڏيتي ليتي، (بدي جي رسم) جي خلاف ڇپريون مڪمل ناٽڪ هو. ان کان سواءِ هن پنهنجن ڊرامن ۾ نج گهريلو مسئلن، سس نُنهن جي جهيڙي، بدي جي رسم، سماجي اوڻاين، ظلم سان چڪرين ڪائڻ ۽ سچ جي سوڀ ٿيڻ جهڙن موضوعن کي ڪنيو. هن پنهنجي ڊرامي 'موتئي جي مُڪڙي' ۾ 'راڌان' جو ڪردار ادا ڪيو، جيڪو قابل داد هو. کانچند سنڌ ۾ 'ناٽڪ ڏٺي' ۽ 'فخر سنڌ' به سڏيو ويندو هو. ڪيس 1932ع ۾ بهترين ڊرامو 'بُک جو شڪار' لکڻ تي ڊاڪٽر تارا ڀائي پٽينا انعام ۾ سونو ٻلو ڏنو.

کانچند درياڻي، جي ڊرامن ۾: 'گلاب جو گل' (1920ع)، 'موتئي جي مڪڙي' (1923ع)، 'پدمڻي' (1923ع)، 'رتنا' (1924ع)، 'بليدان' (1924ع)، 'سچي سِڪ' (1925ع)، 'عجيب انصاف' (1925ع)، 'ملڪ جا مدبر'، 'ديش صدقي' (1927ع)، 'زماني جي لهر' (1929ع)، 'مايا جو انڌ' (1930ع)، 'انسان ڪين شيطان' (1931)، 'بک جو شڪار' (1932ع)، 'زميندار ظلم' (1928ع)، 'جيٺري تي جيٺري' ۽ 'پتي شيوا' اهم آهن.

هن پنهنجن ناٽڪن ۾ جاگيردارن ۽ زميندارن جي غريب هارين مٿان ٿيندڙ ظلمن کي پڌرو ڪيو. مايا جي انڌ ۾ اميري ۽ غريبي، جي فرق کي نروار ڪيو. سندس مزاحيه ڊرامي 'بک جو شڪار' ۾ ديسي شين کي واپرائڻ ۽ ڏيهي هنرن کي همٿائڻ تي زور ڏنل. اهڙيءَ طرح 'پتي شيوا' ۾ هندو مسلم اتحاد جي ڳالهه ٿيل آهي. کانچند درياڻي، ڪيترا ڊراما ترجمو به ڪيا. جيڪي سندس همعصر ڊراما نگارن جي ترجمن جي ڀيٽ ۾ اصلوڪا ۽ طبعزاد لڳن ٿا. هن ايچ. ابسن جي ڊرامي 'Pillers of Society' جو 'ملڪ جا مدبر' (1923ع) عنوان سان گجراتي ڊرامي ٻول نہ پوڳ جو 'پرير پريڪشا' (1924ع) جي عنوان سان، مسز هينري رود جي ڊرامي East Lyane جو 'غلط فهمي' (1924ع) جي عنوان سان، گجراتي ڊرامي 'مت هيڻ ناري، جو 'عجيب انصاف' (1925ع) جي عنوان سان، مئٽرلنڪ جي ڊرامي جو 'صدقي' (1927ع) عنوان سان ترجمو ڪيو. سندس ٻين ترجمن ۾ 'زماني جي لهر' ۽ 'انسان ڪي شيطان' به شامل آهن. 'ملڪ جا مدبر' هن جو سڀ کان مقبول ترين ترجمو ڪيل ڊرامو آهي، جنهن ۾ اصليت جو رنگ نمايان آهي، هن ڊرامي ۾ سنڌي سماج جي قدرن جي اپٽار آهي.

کانچند درياڻي، 43 سالن جي چمار ۾ نوڪري، تان استعيفا ڏئي بمبئي، ۾ رهائش اختيار ڪرڻ بعد ڇپرين سنڌي فلم ڪمپني، جو بنياد رکيو. هن 1962ع ۾ ديهانت ڪئي.

**خان خانان:** خان خانان لفظ جي لغوي معنيٰ آهي: 'سردارن جو سردار'، 'رئيسن جو رئيس'، 'وڏو سخي امير'. هي لقب مغل بادشاهن طرفان پنهنجن خاص اميرن کي عطا ڪيو ويندو هو. سڀ کان اڳ اهو لقب همايون بادشاهه جي خاص مصاحب بيرام خان کي عطا ٿيو. اڪبر بادشاهه جي خاص صلاحڪار ۽ سپهه سالار ميرزا عبدالرحيم کي به 'خان خانان' جي لقب سان نوازيو ويو. بيرام خان ۽ عبدالرحيم خان خانان ٻئي پيءُ پٽ هئا. انهن کان سواءِ مهابت خان ۽ منعم خان کي به 'خان خانان' جا لقب عطا ڪيا ويا.

**'خان خانان' بيرام خان:** بيرام خان 'خان خانان'، علي شڪر بيگ بهارلو جي چوٿين، پيڙهي، مان هو. جنهن جو تعلق ترڪن جي قبيلي قراقوملو سان هو. علي شڪر بيگ همدان، دينو ۽ ترڪستان جو سردار هو. وقت جي تبديلي، ۽ زوال سبب بيرام خان جو پيءُ بابر مرزا بادشاهه وٽ ملازم اچي ٿيو. خان خانان بيرام خان، بدخشان ۾ ڄائو ۽ پيءُ جي موت کان پوءِ بلخ ۾ وڃي علم حاصل ڪيائين. سورهن سالن جي عمر ۾ همايون بادشاهه جي خدمت ۾ پهچي تربيت ورتائين ۽ خداداد قابليت سبب همايون بادشاهه جو مقرب ٿيو ۽ امارت جي درجي تي فائز ٿيو. قنوج جي فتح دوران وڏي بهادري، جا جوهر ڏيکاريائين. 7 محرم الحرام 950هه/ 13 اپريل 1543ع تي همايون جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ ڄَوڻ ۾ پهتو جيڪو درياهه جي ڪناري تي واقع شهر هو. بادشاهه جي خدمت ۾ حاضر ٿيڻ کان اڳ ڪيس ارغونن جي فوج سان وڙهڻو پيو. بيرام خان جيئن ئي جنگ ۾ شامل ٿيو تيئن ارغون فوج کي شڪست آئي. ان وقت جي ايران جو بادشاهه به بيرام خان کان گهڻو متاثر هو جنهن بيرام خان کي 'خان' جي لقب سان نوازيو. همايون ايران جي بادشاهه سان واعدو ڪيو ته قنڌار جو علائقو قزلباشن (مغلن) کي ڏنو ويندو ۽ هن ايئن ئي ڪيو جنهن کانپوءِ ڪابل جي فتح لاءِ روانو ٿيو. ان کان پهرين قنڌار جو قلعو بيرام خان جي حوالي ڪري پنهنجا پار هڃا اتي چڙهيائين.

963 هه/ 1556ع ۾ بيرم خان اڪبر بادشاهه جو اتاليق مقرر ٿيو. 2 ربيع الثاني 963هه/ 14 فيبروي 1556ع ۾ اڪبر بادشاهه پنجاب ۾ ڪلانور جي تخت تي ويٺو ته بيرام خان کي 'سلطنت جو وڪيل' (وڪيل السلطنت) مقرر ڪيائين. مغل سلطنت طرفان ان سال ڪيس 'خان خانان' جو خطاب ڏنو ويو. اڪبر بادشاهه ڪيس 'خان بابا' جي نالي سان به سڏيندو هو. 965هه/1557ع ۾ بيرام خان جي شادي همايون جي ڀاڻيجي، ۽ مرزا نور الدين محمد جي ڌيءَ سليم سلطان بيگم سان ٿي. روايت آهي ته اڪبر بادشاهه ۽ خان خانان بيرام خان جي وچ ۾ سخت اختلاف پيدا ٿيا، ليڪن ڪجهه عرصي کان پوءِ ٻنهي جي وچ ۾ ناهه ٿيو ۽ اڪبر بادشاهه بيرام خان کي سندس عهدا واپس ڪيا، جنهن کانپوءِ بيرام خان گجرات جي شهر پٽڻ ۾ آرام ڪرڻ لاءِ پهتو. ڪجهه ڏينهن کانپوءِ جمادي الاول 968هه /31 جنوري 1561ع ۾ بيرام خان هڪ تلاءَ جي سير لاءِ نڪتو جيڪو سس لنگ جي ڪري مشهور هو انهيءَ تلاءَ جي ٻنهي ڪنارن تي هزار هزار بت خانا هئا. بيرام خان تلاءَ جو سير ڪندو، جڏهن ڪناري تي اچي پهتو ته مبارڪ خان لوهاڻو بيرام جي استقبال جي بهاني سان اڳيان وڌيو ۽ پاڪرپائي بيرام خان جي پيٽ ۾ خنجر وهائي ڪڍيائين. بيرام خان تڏي تي شهيد ٿي ويو. سندس لاش ڪجهه عرصي لاءِ امانت طور شيخ حسام جي مقبري ۾ دفن ڪيو ويو. پر جلد حسين قلي خان جي ڪوششن سان بيرام خان جي لاش کي ايران کڻائي وڃي مشهد مقدس ۾ دفن ڪيو ويو. قاسم ارسلان مشهدي سندس قطعه تاريخ وفات هن طرح چئي آهي:

در واقعه هاتفي پي تاريخش
گفت كه 'شهيد شد محمد بيرام'
968 هه

بيرام خان جي مرڻ کان پوءِ اڪبر بادشاهه سليمه سلطان بيگم سان نڪاح ڪيو. (حوالو: تذڪره 'مآثرالامراءِ'، صمصام الدوله شاهنواز خان.)

**'خان خانان' مرزا عبدالرحيم:** 'خان خانان' مرزا عبدالرحيم، بيرام خان جو فرزند ۽ هنديءَ جو وڏو شاعر هو. هن صفر 964هه مطابق 1556ع ۾ لاهور ۾ جنم ورتو. هنن ٻنهي پيءُ پُٽن کي مغل بادشاهن طرفان 'خان خانان' جو لقب مليل هو. جڏهن همايون بادشاهه 961هه/ 1554ع ۾ هندستان فتح ڪيو، تڏهن دهليءَ جي وڏن زميندارن سان سلطنت جي اڪثر سرڪردن رشتيداريون ڪيون. هڪ وڏي زميندار جمال خان ميواتيءَ همايون جي خدمت ۾ حاضر ٿي ڪيس پنهنجي ٻن ڌيئرن جا سڱ آڇيا. سندس هڪ ڌيءَ سان همايون بادشاهه پاڻ شادي ڪئي، جڏهن ته سندس ٻيءَ ڌيءَ سان بيرام خان 'خان خانان' شادي ڪئي، جنهن مان بيرام خان کي 14 صفر 964هه/ 17 ڊسمبر 1556ع تي مرزا عبدالرحيم پيدا ٿيو. جڏهن مرزا عبدالرحيم جي والد بيرام خان کي گجرات جي هڪ انتهاپسند پٺاڻ شهيد ڪيو ته ان وقت سندس عمر چار سال هئي. بعد ۾ پٺاڻن بيرام خان جي ڇانوڻيءَ تي حملو ڪيو، پر محمد امين ديوانيءَ، بيرام خان جي گهر واريءَ ۽ پٽ مرزا عبدالرحيم کي بچائي احمد آباد موڪلي ڇڏيو. ڪجهه مهينن کان پوءِ 969هه/ 1563ع ۾ مرزا عبدالرحيم، اڪبر جي دربار ۾ آندو ويو. جنهن هن ٻار جي پرورش ۽ تربيت تي خاص ڌيان ڏياريو.

جڏهن مرزا عبدالرحيم جوان ٿيو ته ڪيس 'مرزا خان' جو خطاب مليو. هن اڪبر بادشاهه جي دور ۾ امارت ۽ حڪومت جا اعليٰ منصب حاصل ڪيا. ابتدا ۾ اڪبر بادشاهه ڪيس گجرات جو سردار مقرر ڪيو. مرزا عبدالرحيم ڪجهه عرصي لاءِ شهزادي سليم (جهانگير بادشاهه) جو اتاليق به مقرر ٿيو. هن گجرات، احمدآباد ۽ ملتان فتح ڪيا ۽ جڏهن سنڌ جي فتح جو وارو آيو، تڏهن ملا فيضيءَ، اُن ڪاهه جي ماده تاريخ 'قصد تته' (999هه/ 1591ع) مان ڪڍي.

جنهن وقت سنڌ جي ترخان حاڪم مرزا جاني بيگ پنهنجي حڪومت دوران مرزا عيسيٰ ترخان وارو سڪو رد ڪري پنهنجو سڪو رائج ڪيو ۽ تورن ۽ ماپن ۾ به ڦيرڦار ڪئي ته ان ڳالهه تي اڪبر شاهه نواب صادق جي هٿان مرزا جاني بيگ ڏانهن فرمان موڪليو. نواب صادق فرمان پهچائڻ بدران تڪرار ڪري مرزا جاني بيگ سان جنگ ڪئي ۽ شڪست کائي موٽيو. جنهن تي ڪاوڙجي شهنشاهه اڪبر پنهنجي اهم سپهه سالار مرزا عبدالرحيم 'خان خانان' کي وڏي ڪٽڪ سان 1000هه/1592ع ۾ سنڌ تي حملي لاءِ روانو ڪيو. مرزا عبدالرحيم ٺٽي ڏانهن اُسهيو ۽ جاني بيگ جي فوج کي انڙپور وٽ اچي سامهون ٿيو. سخت جنگ لڳي، جنهن ۾ جاني بيگ هار کائي، ڪلان ڪوٽ جي قلعي ۾ بند ٿي وڃي ويٺو. هن لاڙ جو آباد علائقو مغلن جي حوالي ڪرڻ نه پئي چاهيو ان ڪري پنهنجي پٽ کي لکي موڪليائين ته جنگي حڪمت عمليءَ هيٺ دشمن کي مالِ غنيمت هٿ چڙهڻ نه ڏنو وڃي، ان لاءِ ٺٽي کي جلائي ڀسم ڪيو وڃي. اڳتي هلي مرزا جاني بيگ حالتن کان مجبور ٿي عبدالرحيم 'خان خانان' آڏو پيش پيو، جنهن ڪيس اڪبري دربار ۾ پهچايو. اڪبر شاهه مٿس مهربان ٿي سيوستان ۽ لاڙي بندر کانسواءِ باقي سڄو ملڪ ڪيس موٽائي ڏنو. اهڙيءَ طرح لاڙ سنڌ ۾ سنڌ جي آزاد حڪومت ختم ٿي، ان کان پوءِ هن علائقي لاءِ مغليه دربار مان نواب مقرر ٿي اچڻ لڳا.

مرزا عبدالرحيم 'خان خانان' جي ڪاميابين ۾ بيجاپور، گولڪنڊا ۽ ٻين وڏين رياستن کي فتح ڪري مغل سلطنت ۾ شامل ڪرڻ آهي. 1006هه/ 1597ع ۾ خان خانان جي گهرواريءَ ماهه بانوءَ جو انتقال ٿيو. دکن کي فتح ڪرڻ لاءِ اڪبر بادشاهه شهزادي دانيال ۽ خان خانان کي مقرر ڪيو. جن ٻنهي شوال 1008هه/ مئي 1600ع ۾ احمد نگر قلعي جو گهيرو ڪيو. معزز بانو عرف چاند بيبيءَ پنهنجن ڪجهه ملازمن جي غداريءَ جي ڪري جنگ هارائي ۽ مغل فوج قلعي ۾ اندر گهڙي وڏو قتل عام ڪيو. ابراهيم نظام شاهه ۽ چاند بيبيءَ کي گرفتار ڪيو ويو. اهڙيءَ ريت احمد نگر قلعو ڇهن مهينن ۽ ڇهن ڏينهن جي ڪارروائيءَ کان پوءِ فتح ٿيو. هن فتح کان پوءِ اڪبر بادشاهه خان خانان جي ڌيءَ جانان بيگم جي شادي پنهنجي پٽ دانيال سان ڪرائي. اڪبر بادشاهه جي مرڻ کان پوءِ جهانگير بادشاهه به مرزا عبدالرحيم 'خان خانان' کي اها ئي عزت ڏني، جيڪا ڪيس پهرين حاصل هئي. هن خان خانان کي احمد نگر جي سرداري ڏني. خان خانان هن دور ۾ ڪافي رياستن کي مغل سلطنت ۾ شامل ڪيو. جڏهن مهابت خان بغاوت ڪئي، تڏهن نورجهان بيگم خان خانان کي سڏي، بغاوت ختم ڪرڻ لاءِ لاهور موڪليو. لاهور پهچندي خان خانان بيمار ٿي پيو ۽ واپس دهلي پهچي 72 سالن جي ڄمار ۾ 1036هه/ 1637ع ۾ وفات ڪيائين. ڪيس همايون بادشاهه جي مقبري جي ويجهو دفن ڪيو ويو. سندس مزار تي هڪ عاليشان مقبرو ٺهرايل آهي.

مرزا عبدالرحيم 'خان خانان' فارسي، ترڪيءَ کان سواءِ ننڍي کنڊ جي زبانن: هندي، سنسڪرت ۽ سنڌي وغيره تي وڏي دسترس رکندو هو ۽ پنهنجي دور جو مڃيل شاعر هو. هو خاص ڪري 'سينگار رس' جو بهترين شاعر تسليم ڪيو وڃي ٿو. هندي عشقيه شاعريءَ جا رجحان ابتدا کان وٺي 'نائڪا ڀيد' ۽ 'سِنگار' جي عنوان سان نمودار ٿيا ۽ ان ۾ ٽيون موضوع 'پدمٽي' عورت جي معياري سونهن ۽ عادتن اطوارن بابت تصوراتي نظريي جي صورت ۾ نروار ٿيو. عشقيه شاعريءَ ۾ نائڪا، سورمي (هيروئن) کي چيو ويندو آهي. هنديءَ جي عشقيه شاعريءَ جي استاد شاعرن، نائڪا جي زباني، محبت جي مامري کي نهايت نازڪ خيالي ۽ حسن بيانيءَ سان نروار ڪيو آهي ۽ شاعريءَ جي ان ڀيد کي 'نائڪا ڀيد' سڏيو ويندو آهي، جنهن فن جي شروعات ڪرپارام ڪئي، جڏهن ته عبدالرحيم خان خانان، هن فن ۾ 'بردي نايڪا ڀيد' نالي هڪ ڪتاب لکيو، جنهن وڏي مڃتا ماڻي. هن جي ٻي شعري تصنيف 'سينگار سورٺا' مشهور آهي. هن جا هندي دوها به ڏاڍا مقبول هئا. هي عالمن، فاضلن ۽ شاعرن جو وڏو قدردان هو. تاريخ 'مآثر الڪرام' جي مصنف مير غلام علي آزاد بلگراميءَ سندس علميت ۽ ٻولين جي ڄاڻ جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته هو عيسيٰ سنڌيءَ جو وڏو معتقد هو.

(حوالو: تذڪره 'مآثرالامراء'، صمصام الدوله شاهنواز خان، طبقات اڪبري (اردو- ڀاڱو ٻيو))

**'خان خانان' منعم بيگ:** 'خان خانان' منعم بيگ، همايون بادشاهه جي خاص اميرن مان هو. همايون جڏهن سنڌ ۾ ارغونن سان وڙهي رهيو هو، تڏهن منعم بيگ ۽ بيرام خان هن سان گڏ هئا. 961هه / 1554ع ۾ منعم بيگ اڪبر بادشاهه جو اتاليق مقرر ٿيو. ڪجهه وقت کان پوءِ اڪبر بادشاهه بيرام خان سان ناراض ٿيو ته ذوالحج 967هه/ 1560ع ۾ منعم بيگ کي

وزارت جو عهدو ۽ 'خان خانان' جو لقب ڏنائين. منعم خان جو پٽ غني خان، ڪابل جو ناظم هو. جنهن کي پٺاڻن قتل ڪري ڇڏيو. ان جي جاءِ تي اڪبر بادشاهه منعم بيگ کي ڪابل ۾ مقرر ڪيو. هن پنهنجي پٽ جو بدلو وٺڻ لاءِ ترت پٺاڻن تي حملو ڪيو. جلال آباد جي ويجهو ٻنهي فوجن جي وچ ۾ گهمسان جي جنگ لڳي، جنهن ۾ منعم بيگ هارائي ڪابل مان ڀڄي نڪتو. اڪبر بادشاهه کيس ٻيهر گهرائي پهرين آگري جو وزيراعظم مقرر ڪيو ۽ پوءِ بنگال جي شهر بهار جي فتح ڪان پوءِ کيس بهار جو جاگيردار مقرر ڪيائين. خان خانان منعم بيگ اڪبر بادشاهه جي دؤر ۾ سڀ ڪان وڏو پنج هزاري امير ۽ سپهه سالار هو. چوڏنهن سال امير الامراء ۽ شاهي سپهه سالار رهيو. مغل سلطنت ۾ اڪبر جي ناراضگيءَ ڪانپوءِ سندس سڄي ملڪيت ضبط ڪئي وئي، جنهن ڪان پوءِ قسمت جي آسري تي عادل شاهه بيجاپوريءَ وٽ وڃي پهتو. ڪجهه ڏينهن اتي رهڻ ڪان پوءِ 981 هه/ 1873ع ڌاري اتي ئي وفات ڪيائين. *(حوالو: تذڪره 'ماثرالامراءِ'، صمصام الدوله شاهنواز خان.)*

**خاندان:** خاندان کي سنڌيءَ ۾ ڪٽنب به چئبو آهي. رت جي رشتي يا شاديءَ جي تعلق ذريعي سمورن معاشرن جي بنيادي وحدت، خاندان هوندو آهي. خاندان پنهنجي سيني فردن کي تحفظ ۽ سماجي حيثيت فراهم ڪري ٿو. هر معاشري ۾ خاندان جو پنهنجو مخصوص ڪردار آهي. ماءُ، پيءُ ۽ ٻارن تي مشتمل خاندان جي ڪجهه معاشرن ۾ مرڪزي وحدت آهي. سماجي سائنسدانن خانداني ڍانچي ۽ ارتقا بابت ڪيترا نظريا ڏنا آهن. قديم تاريخ جي شڪاري معاشرن ۾ خاندان سال ۾ ڪجهه عرصو گڏ رهندا هئا، پر خوراڪ جي گهٽتائي، گذر سفر لاءِ الڳ الڳ ٿي ويندا هئا.

خاندان هڪ معاشي وحدت هو. مرد شڪار ڪندا هئا، عورتون خوراڪ گڏ ڪنديون، ڪاڌو پچائينديون ۽ ٻارن کي پالينديون هيون. ان وقت پوڙهن کي ڪٽنب مان ٻاهر ڪڍڻ عام هو. سماجي سائنسدانن جو خيال آهي ته جديد مغربي معاشرو قديم عبراني معاشري جي ترقي يافته شڪل آهي، جيڪي خاندان پيئيتي جوڙجڪ وارا هئا. رومي ثقافت جي نتيجي ۾ پيدا ٿيندڙ خاندان به پيئيتي سماج سان واسطيدار هئا ۽ انهن کي مذهبي اصولن مضبوط رکيو. پوين صدين ۾ يوناني ۽ پوءِ رومن سلطنت زوال جو شڪار ٿي ۽ گڏو گڏ گڏيل خانداني سسٽم به پنهنجي اهميت وڃائي ويٺو. عيسائيت ۾ شادي ۽ ٻارن جي پرورش مذهبي تعليم جو مرڪزي موضوع بڻجي ويا. ڪيترين ئي مغربي قومون هاڻي خانداني تعلق کي ذاتي معاملو سمجهن ٿيون، پر اوڀر وارن ملڪن ۾ اڃا خاندان جي اهميت آهي. مشرقي ملڪن ۾ پيئيتي سماج ڪان اڳ مائيتي سماج جي بنياد تي خاندان منظم هئا.

**خانداني منصوبابندي:** ماءُ جي صحت جي حفاظت ۽ خاندان جي واڌ ويجهه ۾ توازن برقرار رکڻ ۽ ٻارن جي پئدائش ۾ وقفو ڪرڻ واري نظام کي 'خانداني منصوبابندي' چئبو آهي. هيءُ نظام پوريءَ دنيا ۾ گذريل صدي (1900ع) جي ڇهين ڏهاڪي ۾ رائج ٿيو. پاڪستان ۾ به پهرين پنجن سالن بعد هن منصوبي تي عمل درآمد شروع ٿيو. هن پروگرام هيٺ ٻارن جي پيدائش گهٽ ڪرڻ ۽ ٻارن جي پيدائش ۾ وقفي ڪرڻ جي ترغيب ڏني ويندي آهي. 'ٻار ٻه سٺا' جي عنوان سان ٽي وي، ريڊيي، اخبارن ۽ سيمينارن وغيره ۾ اشتهاري مهم هلائي عام ماڻهن کي گهڻي اولاد جي پريشانين ڪان آگاهه ڪيو



ويندو آهي. ماڻهن کي ان ڳالهه ڪان روشناس ڪرايو ويندو آهي ته جيڪڏهن ڪنهن ملڪ جي آبادي هڪ خاص حد ڪان وڌي ويندي ته ان ملڪ ۾ غربت، بک ۽ بدحالي انتها تي پهچي ويندي. عام ماڻهن کي گهٽ ٻارن واري خاندان جي فائدن ڪان آگاهه ڪيو ويندو آهي. ان ڪانسواءِ گهڻا ٻار ڄڻڻ جي ڪري عورتن جي صحت تي جيڪي خراب اثر پوندا آهن، انهن ڪان به عورتن کي آگاهه ڪيو ويندو آهي. سنڌ ۾ پڻ هن پروگرام تحت ليڊي هيلٿ ورڪرز جي تربيت ڪري، يو. سي سطح تي خانداني منصوبا بنديءَ بابت آگاهي ڏني وڃي ٿي.

پاڪستان ۾ خانداني منصوبابندي ۽ آباديءَ کي ضابطي ۾ رکڻ جي پروگرام تي هن وقت تائين اربين رپيا خرچ ٿي چڪا آهن، جيتوڻيڪ هن قسم جي ترغيب لاءِ مرڪزي، صوبائي ۽ مڪاني سطح تي ڪم ٿي رهيو آهي، پر ان جو ملڪي آباديءَ واري شرح تي ڪو خاص فرق نه پيو آهي ۽ آبادي ۾ اڃا به تيزيءَ سان اضافو ٿي رهيو آهي. ٻين ملڪن ۾ خانداني منصوبابنديءَ واري پروگرام جا سٺا نتيجا سامهون آيا آهن. اسان وٽ هن پروگرام جي گهڻي قدر ڪامياب نه ٿيڻ پٺيان ڪيترائي ڪارڻ آهن، جن ۾ تعليم جي گهٽتائي، ماڻهن ۾ مذهبي حوالي سان انتهاپسندي، وهم پرستيءَ ۽ جاهليت جو هئڻ اهم سبب آهن.

**خانزادو سميع الوري:** نوشهري فيروز جي نامياري استاد، صحافي ۽ اديب، خانزادي سميع الوريءَ جو پورو نالو سميع داد خان ولد خانزاده محمد



اسماعيل خان هو. هن 1935ع ڌاري رياست الور راجپوتانه (هاڻي راجستان) ۾ خانزاده راجپوت قبيلي جي هڪ ڳوٺ 'تڪل گاؤن' ۾ جنم ورتو. جڏهن ته سندس تعليمي سرٽيفڪيٽ موجب پيدائش جي تاريخ ۽ سال 26 اپريل 1937ع ڏيڪاريل آهي. هي خزانزاده راجپوتن جو سڀ ڪان وڏو ڳوٺ هو. جيڪي قديم وقت ڪان وٺي سپاهگيري ۽ زراعت جي پيشن سان لاڳاپيل هئا. سميع الوريءَ جو والد فوج ۾ ملازم هو. جيڪو پوءِ رٽائر ٿيڻ ڪان پوءِ فيلڊ مارشل ايوب خان جي دور ۾ بي. ڊي ميمبر ٿيو ۽ لاڳيتو نوشهري فيروز ٽائون ڪميٽيءَ جي چونڊن ۾ ڪامياب ٿيندو آيو. هڪ عرصي تائين ڊسٽرڪٽ آرمڊ سروس بورڊ ضلعي نوابشاهه جو ويلفيئر آفيسر به رهيو. 1966ع ۾ نوشهري فيروز ٽائون ڪميٽيءَ جو چيئرمئن ٿيو.

ورهاڱي بعد خانزاده سميع الوري پنهنجي خاندان سان گڏ پهرين

حيدرآباد سنڌ جي فوجي ڇانوڻيءَ ۾، پوءِ ڪراچي ڇانوڻيءَ ۾ رهيو. ان کان پوءِ ڪنڊو (ضلعي حيدرآباد) ۽ آخر ۾ نوشهري فيروز ۾ مستقل طور اچي قيام پذير ٿيو. خانزادي سميع الوريءَ جي شادي 16 سالن جي ڄمار ۾ ٿي، جنهنڪري سندس تعليم متاثر ٿي. ان بعد مائٽن کان علحدگي اختيار ڪرڻ کان پوءِ سندس زندگيءَ ۾ وڏي تبديلي آئي. هن جي تعليم مختصر هئي. ان ڪري پهرين نوشهري فيروز ميونسپالٽيءَ ۾ منشي ٿيو ان کان پوءِ 1954ع ۾ تعليم کاتي ۾ ماستر طور ڀرتي ٿيو ۽ 41 سال نوڪري ڪرڻ بعد جولاءِ 1995ع ۾ هيڊماستر جي حيثيت ۾ اردو پرائمري ماڊل اسڪول نوشهري فيروز مان رٽائر ٿيو. هن جي ڪوشش سان نوشهري فيروز جي اردو پرائمري اسڪول جي بلڊنگ منظور ٿي، جيڪو اڄ بہ 'اردو پرائمري ماڊل اسڪول' نالي سان هلي رهيو آهي. خانزادي سميع الوريءَ جو نوشهري فيروز جي سٺن استادن ۾ شمار ٿيندو هو. سندس تعليمي شهرت ۽ فرض شناسيءَ سبب کيس 1972ع ۾ ضلعي نوابشاهہ جي تعليمي ڪميٽيءَ جو ميمبر بنايو ويو. خانزادو سميع الوري 1960ع ۾ استادن جي تنظيم جميعة المدرسين ضلعي نوابشاهہ جو صدر چونڊيو. 15 سال جميعة المدرسين سنڌ جو نائب صدر رهڻ کان پوءِ 1994ع ۾ صدر ٿيو. 1995ع ۾ کيس نوابشاهہ ۾ تعليمي ڪانفرنس وقت تعليمي خدمتن تي مجتا شيلڊ ڏني وئي. هن استادن جي تعليمي ۽ مالي مسئلن لاءِ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. هن تعليمي مسئلن تي ڪيترا مضمون ۽ مقالا لکيا ۽ تعليم بالغان جا ڪيترا سينٽر قائم ڪرايا. جڏهن سنڌ حڪومت 'تعليم بالغان' جا سينٽر قائم ڪيا، تہ کيس انهن جو انچارج بنايو ويو.

هن 1950ع کان وٺي سماجي خدمتن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيو. تحريڪ انسانيت ڪراچيءَ جو تاحيات ميمبر، پاڪستان سوشل ائسوسيئيشن جو تاحيات ميمبر ۽ 1999ع کان P.S.A سنڌ جو چيئرمئن ٿيو. خانزادو صاحب شهري سماجي اتحاد ۽ سٽيزن ويلفيئر ائسوسيئيشن نوشهري فيروز جو ميمبر بہ رهيو. 1967ع ۾ 'خانزاده ويلفيئر ايسوسيئيشن' قائم ڪيائين. 1974ع کان وٺي 'انجمن راجپوت پاڪستان' ۽ 'خانزاده راجپوت تاريخ ڪانفرنس' سان وابستہ رهيو.

خانزادي سميع الوريءَ جي ادبي زندگي 1952ع کان شروع ٿي. سندس سنڌي توڙي اردو اديبن سان گهاٽا ناتا رهيا. سنڌيءَ ۽ اردوءَ ۾ ڪيترا ادبي ۽ تعليمي مضمون رسالن ۽ اخبارن ۾ شايع ڪرايائين. 1970ع کان صحافت جي ميدان ۾ گهڙيو. مشرق، جسارت، نواءِ وقت، جنگ (اردو)، مهراڻ، عوامي آواز ۽ عبرت (سنڌي) اخبارن سان لاڳاپيل رهيو.

خانزادو سميع الوري، شاعر بہ هو. هو شاعريءَ ۾ جگر مرادآبادي، محسن ڀوپالي ۽ آفاق صديقيءَ کان متاثر هو. هن اردو توڙي سنڌيءَ ۾ شاعري بہ ڪئي. نثر ۾ مٿس مولانا الطاف حسين حالي ۽ سر سيد احمد خان جو اثر هو.

خانزادي سميع الوريءَ جي ڇپيل ڪتابن ۾: (1) 'اوراقِ دل' (شاعري)، (2) 'آثار قديمہ' (ساهتي پرڳڻي جا قديم ماڳ)، (3) 'مخلوط تقديرنامي' (تنقيدي مضمون)، (4) 'تزئين ساهتي' (ساهتيءَ جا ماڳ مڪان)، (5) 'ميري پياري ڪتاب' (ٻارڙا اردو نظم) شامل آهن. سندس شخصيت بابت پٽس اسرارالحق خانزادي، هڪ ڪتاب 'خانزاده سميع الوري: شخصيت اور فن' لکيو آهي، جيڪو بزم روح رهاڻ ۽ بزم ادب نوشهري فيروز 03-2002ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.

**خانزاده راجپوت**: خانزاده راجپوت، راجا ٽن پال جي نسل سان تعلق رکن ٿا. راجا ٽن، شري ڪرشن جي ٻارهين پشت مان هو جڏهن فيروز تغلق هندستان جو شهنشاهہ ٿيو تہ انهيءَ دور ۾ راجا ٽن پال اسلام جي دائري ۾ داخل ٿي چڪو هو.

**خانزئي، مولوي غلام محمد**: مولوي غلام محمد خانزئي، 1834ع ڌاري جنم ورتو. سنڌي ٻوليءَ جو تمام سٺو شاعر هو. سندس شاعريءَ جو مڪمل رسالو سنڌي ادبي بورڊ پاران ڇپايل آهي. مولوي خانزئي گهڻو ڪري ڪافيون ۽ بيت لکيا آهن. هن تمثيل جي تشريح ۾ 'منهاج العاشقين' ڪتاب ۽ مثنوي ۾ 'سڪندرنامہ' جو منظوم ترجمو ڪيائين. هي ڪتاب رزميہ شاعري جو بهترين مثال آهي. مولوي غلام محمد خانزئي، 1902ع ۾ وفات ڪئي.

**خانسر (ديهہ)**: تعلقي ميرپور ماٿيلي جي هڪ ديهہ. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد بخش مهر، پير بخش جلباڻي، راجہ حميد الله، مير حسن شاهہ ڪليري، الاهي بخش ڪوري، سلطان علي ڪوري، موسو ڪٽي، شير محمد ڪٽي، درياهہ خان جلباڻي، عبدالرحمان جلباڻي، حاجي جهنگل موساڻي، حاجي سائينداد مهر، محمد عالم چانڊيو ۽ رئيس مولاداد ماڪو.

**خانصاحب استاد فتح علي خان**: خانصاحب استاد فتح علي خان، سنڌ جي گواليار خاندان جو هڪ اهم ڪلاسيڪي راڳي آهي. هن جي والد جو نالو غلام رسول خان هو. نامور ڪلاسيڪي گويو ۽ راڳي استاد منظور علي خان سندس مامو هو ۽ راڳ جي سکيا اُن کان ورتائين. استاد فتح علي خان کي راڳ سان وڏو اُنس آهي ۽ هو اُن کي عبادت سمجهندو آهي. جنهنڪري هن ڪڏهن بہ سازن کي هيٺ نہ رکيو آهي. طبلا، باجا ۽ ٻيا ساز هميشہ مٿي رکندو آهي. ملڪي سطح تي ڳائڻ سان گڏ ڪيترا ڀيرا آمريڪا، ڀارت، ازبڪستان، لنڊن ۽ ٻين ملڪن ۾ ڳائي، وڏو داد حاصل ڪيو اٿس. هن 'پرائيڊ آف پرفارمنس' اوارڊ (چار ڀيرا)، پي. ٽي. وي پاران 'ڪلاسيڪل موسيقيءَ جو اوارڊ' ۽ ازبڪستان ۾ 'بهترين گائڪ جو اوارڊ' حاصل ڪيو آهي.



استاد فتح علي خان، خيال، ڪافي، غزل، ٺمري ۽ ٽپي ڳائڻ ۾ وڏي مهارت رکي ٿو هن سان طبلي تي استاد بشير خان ۽ باجي تي عبدالغفور سومرو سنگت ڪندا رهيا آهن. استاد فتح علي خان ڳائڻ وقت هٿن ۽ چهري جي انداز سان راڳ جي منظر نگاري ڪرڻ ۾ خاص فنڪارانہ مهارت رکي ٿو موجوده دؤر ۾ ڪلاسيڪي موسيقيءَ جو وڏو ڄاڻو شمار ٿئي ٿو.

**خان صاحب، ڊاڪٽر**: پاڪستان جو نامور سياستدان ڊاڪٽر خان صاحب جو اصل نالو خان عبدالجبار خان هو. هن 1882ع ۾ چارسده ويجهو، پختونخوا صوبي جي ڳوٺ اتمانزئيءَ ۾ جنم ورتو. هن جو والد بهرام خان، مقامي زميندار هو. خان عبدالغفار خان، ڊاڪٽر خان صاحب جو ننڍو ڀاءُ هو.

ڊاڪٽر خان صاحب (خان عبدالجبار خان) ائڊورڊ مشن هاءِ اسڪول پشاور سان مئٽرڪ ڪئي ۽ ان ڪان پوءِ گرانٽ ميڊيڪل ڪاليج بمبئي ۾ ميڊيڪل پڙهڻ ويو. بعد ۾ هن پنهنجي ميڊيڪل تعليم سينٽ ٿامس هاسپيٽل لنڊن مان مڪمل ڪئي. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران هن فرانس ۾ ملازمت ڪئي ۽ بعد ۾ انڊين آرمي جي ميڊيڪل سروس ۾ ڀرتي ٿي مردان جي گائيڊس ريجمينٽ ۾ شامل ٿيو. هن 1921ع ۾، وزيرستان ۾ برٽس انڊين آرميءَ پاران پختونن تي ٿيل آپريشن ڪان پوءِ ملازمت تان استعيفا ڏئي ڇڏي.

ڊاڪٽر خان 1930ع ڪان سياست ۾ عملي طرح پير پاتو ۽ پنهنجي علائقي نارٿ ويسٽ فرنٽيئر (N.W.F) ۾ پهرين ڪانگريس وزارت قائم ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيائين. 1935ع ۾ N.W.F صوبي پاران ڪوهاٽ پير شهنشاهه جهنگل خيل سان گڏ سينٽرل ليجسليٽوِ اسيمبلي، دهليءَ جو نمائندو مقرر ٿيو ۽ علائقي جي ترقيءَ ۽ سڌاري لاءِ ڪوششون ورتائين.

1937ع ۾ صوبي ۾ اليڪشن جي اعلان بعد ڊاڪٽر خان صاحب پنهنجي پارٽيءَ جو بنياد وڌو. فرنٽيئر نيشنل ڪانگريس جو الحاق انڊين نيشنل ڪانگريس سان هو. جيڪا 1947ع ڪان 1954ع تائين صوبائي اسيمبليءَ ۾ اڪيلي وڏي جماعت رهي.

پاڪستان ٺهڻ وقت هي سرحد صوبي جو چيف منسٽر هو. پر هن آزاديءَ جي تقريبن ۾ شرڪت ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو. جنهن تي خان عبدالقيوم خان جي حڪومت ڪيس جيل ۾ رکيو. ان وقت هي محمد علي بوگرا جي مرڪزي ڪيبينيٽ ۾ 1954ع ۾ مواصلات جو وزير ٿيو. آڪٽوبر 1955ع ۾ هن کي مغربي پاڪستان جو چيف منسٽر بنايو ويو. تہ جيئن صوبن کي ون يونٽ اسڪيم هيٺ ملائڻ ۾ مدد ڪري. ون يونٽ جي قيام ۽ ان جي 'مخفي دستاويز' (Secret Document) تيار ڪرڻ ۾ بہ سندس هٿ هو. ڊاڪٽر خانصاحب ۽ خان عبدالغفار خان سياست جي ميدان ۾ هڪٻئي جا مخالف رهيا. هڪڙو ون يونٽ جو حامي هو ۽ ٻيو ان جو سخت مخالف.

1955ع ۾ مغربي پاڪستان جي وزيراعليٰ هئڻ وقت، جيئن تہ ڊاڪٽر خان صاحب جو واسطو مسلم ليگ سان نہ هو. ان ڪري سندس مقرريءَ تي مسلم ليگي اڳواڻ ناراض ٿيا هئا، ڇو تہ هنن ان عهدي تي ڪنهن مسلم ليگيءَ کي ڏسڻ چاهيو پئي. انهيءَ دوران سردار عبدالرب نشتر، مسلم ليگ جو صدر چونڊيو ويو ۽ هُن مغربي پاڪستان اسيمبليءَ ۾ مسلم ليگ پارٽيءَ کي منظم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. جنهن جو لازمي نتيجو اهو نڪرڻو هو. تہ مغربي پاڪستان جي وزارت اعليٰ ڊاڪٽر خانصاحب جي هٿن مان نڪري، ڪنهن مسلم ليگي اڳواڻ جي هٿ ۾ هلي وڃي. اها صورتحال، ملڪ جي حاڪمن، گورنر جنرل اسڪندر مرزا، وزيراعظم چوڌري محمد علي ۽ مغربي پاڪستان جي گورنر مشتاق احمد گورماڻيءَ کي قبول نہ هئي، ان ڪري هنن پهرين تہ اها ڪوشش ڪئي تہ ڊاڪٽر خانصاحب مسلم ليگ ۾ شامل ٿي وڃي ۽ سردار عبدالرب نشتر کي صوبي جو گورنر بنائجي. مگر جڏهن اهي ڪوششون ڪامياب نہ ٿيون تہ انهن راتو رات اسيمبليءَ ۾ هڪ نئين پارٽيءَ جو قيام عمل ۾ آندو. جنهن کي 'ريپبليڪن پارٽي' سڏيو ويو. 'ريپبليڪن پارٽي'، 23 اپريل 1956ع تي قائم ٿي ۽ ان جو ڪنوينر ڊاڪٽر خانصاحب کي بنايو ويو ۽ ڏاڍا ڏڍ اڳواڻ هن پارٽيءَ ۾ شامل ٿيڻ لڳا. جيئن تہ ريپبليڪن پارٽي، اسيمبليءَ اندر ئي وجود ۾ آئي هئي، ان ڪري ان ۾ ڪيترا مسلم ليگي اڳواڻ وقت بوقت شامل ٿيندا رهيا. هن مارچ 1957ع ۾ اسيمبليءَ جي صوبائي بجيٽ رد ٿيڻ وقت استعيفا ڏئي ڇڏي. جون 1957ع ۾ ڪوئيٽا واري تڪ مان هي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو.

ڊاڪٽر خان صاحب کي 9 مئي 1958ع تي صبح جو ساڍي اٺين بجي عطا محمد نالي هڪ برطرف ٽپيدار قاتلانہ حملو ڪري، قتل ڪري ڇڏيو. هي واقعو ان وقت پيش آيو جڏهن ڊاڪٽر خان صاحب، لاهور ۾ پنهنجي پٽ سعد الله خان جي گهر جي پارڪ ۾ ويٺو هو. جتي ڪرنل سيد عابد حسين جهنگ وارو ساڻس ملڻ لاءِ اچڻ وارو هو. جنهن سان سندس فبروري 1959ع ۾ رٿيل عام چونڊن بابت گڏجاڻي رکيل هئي.

**خانصاحب، غلام رسول ڪيهر**: خانصاحب غلام رسول ڪيهر، پهرين جولاءِ 1901ع تي لاڙڪاڻي ضلعي جي ڳوٺ ڪيهرن ۾ جنم ورتو.



هن ابتدائي تعليم ڳوٺ مان حاصل ڪئي ۽ مئٽرڪ سنڌ مدرستہ السلام ڪراچيءَ مان پاس ڪرڻ بعد بمبئي يونيورسٽيءَ مان 1925ع ۾ گرئجوئيشن ڪيائين. غلام رسول ڪيهر سنڌ جو ٻيو ۽ لاڙڪاڻي جو پهريون سنڌي مسلمان هو. جنهن بمبئي يونيورسٽيءَ مان گرئجوئيشن جي ڊگري حاصل ڪئي. 1925ع ۾ مختيارڪار مقرر ٿيو. برٽش سرڪار ۾ پنهنجي اعليٰ صلاحيتن سبب ترقي ڪري ڊپٽي ڪليڪٽر، پوءِ 1944ع ۾ ڪليڪٽر جي عهدي تي پهتو. پاڪستان ٺهڻ ڪان پوءِ سنڌ حڪومت ۾ سيڪريٽريءَ جو عهدو ماڻيائين. 1953ع ۾ ڪيس سي. ايس. پي چونڊيو ويو. پاڪستان مان غلام اسحاق خان (اڳوڻو صدر) ۽ غلام رسول ڪيهر چونڊجي سگهيا. خانصاحب غلام رسول ڪيهر سيڪريٽري زراعت، سيڪريٽري ناڻو کاتو، ميمبر بورڊ آف روينيو جهڙن اعليٰ عهدن تي رهيو. پاڪستان ٺهڻ ڪان پوءِ صنعتن جي ترقيءَ لاءِ هڪ نئون ادارو سائيٽ قائم ڪيو ويو. جنهن جو باني چيئرمئن هو. 1952ع ۾ هن سرڪاري ملازمت تان استعيفيٰ ڏئي سياست ۾ حصو ورتو ۽ 1953ع واري اليڪشن ۾ لاڙڪاڻي جي سيٽ تان شمس الدين ابڙي وڪيل ڪان چونڊ کٽي سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو.

خانبهادر محمد ايوب کهڙي جي وڏ وزارت دوران 1954ع ۾ صوبائي وزير خوراڪ ۽ زراعت بہ مقرر ٿيو ۽ 1956ع تائين وزير رهيو. 1956ع ۾ سياست ڇڏڻ بعد ڪيس اقوام متحده جي سماجي اقتصادي ڪائونسل ۾ پاڪستان جو نمائندو مقرر ڪري جنيوا موڪليو ويو. خانصاحب غلام رسول ڪراچي فشرمين ڪو آپريٽو سوسائٽيءَ جو باني چيئرمئن هو. هن سوسائٽيءَ طرفان 1957ع ۾ ڪيس سينيئر ميمبر پاڪستان پلاننگ ڪميشن جي حيثيت ۾ نوڪري ڏني وئي. اهڙيءَ طرح وفاقي پلاننگ

ڪميشن جو باني به هو. هن پليٽ فارم تان به ڪيس 1958ع ۾ پهريون پنج سالہ منصوبو پيش ڪرڻ جو اعزاز حاصل آهي. 1970ع ۾ خانصاحب جي پنهنجي علائقي ۾ مقبوليت کي ڏسندي، پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي باني چيئرمئن ذوالفقار علي ڀُٽي ڪيس لاڙڪاڻي- رتيديري تڪ تان صوبائي اسيمبليءَ جي ٽڪيٽ ڏني، جنهن تي وڏي اڪثريت سان ڪاميابي حاصل ڪيائين. 2 مئي 1972ع تي ڪيس سنڌ اسيمبليءَ جو اسپيڪر چونڊيو ويو، جتي لڳاتار مارچ 1977ع تائين پنج سال مدو پورو ڪندڙ اسپيڪر جو اعزاز ماڻيائين. ڪيس 1932ع ۾ ’خانصاحب‘ جو لقب مليو هو. خانصاحب غلام رسول ڪيهر 4 جنوري 1986ع تي وفات ڪئي. ڪيس ميوا شاهہ قبرستان، لاڙڪاڻي ۾ دفن ڪيو ويو.

**خانصاحب غلام علي جعفري:** انگريز دور جو شاعر ۽ علمي ادبي شخصيت خانصاحب غلام علي ولد محمد آچر جعفري، 1852ع ڌاري شڪارپور ۾ جنم ورتو. انگريزي، فارسي ۽ اردو زبانن تي عبور ۽ مهارت رکندو هو. ڪجهه عرصي لاءِ مختيارڪار بہ رهيو. نهايت خليق انسان هو. غلام علي جعفريءَ جي خدمتن ۽ علمي قابليت کي ڏسي انگريز سرڪار ڪيس ’خانصاحب‘ جو خطاب ڏنو. آخري عمر ۾ روحانيت طرف وڌيڪ راغب ٿيو ۽ پنهنجي عشقيہ شاعريءَ جو ديوان درياهہ ۾ ڇڏيائين. جڏهن ڪانئس ان بابت پُڇيو ويو تہ وراڻيائين، ”جڏهن الله کان سواءِ ٻيو سڀ ڪجهہ فنا آهي تہ پوءِ هي ديوان بہ فنا ٿي وڃي.“ خانصاحب غلام علي جعفريءَ 1371هہ/ 1951ع جي آڪٽوبر مهيني ۾ وفات ڪئي.

**خانصاحب، ڪمال الدين عباسي:** خانصاحب ڪمال الدين ولد رحمت الله عباسي 18 جون 1883ع تي سيوهڻ ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم اباڻي ڳوٺ مان حاصل ڪري، ثانوي تعليم سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان حاصل ڪيائين. روينيو کاتي سنڌ ۾ ملازمت ڪيائين. آگسٽ 1927ع ۾ تعلقي جوهي تعلقي جو مختيارڪار مقرر ٿيو. ايمانداريءَ ۽ فرض شناسيءَ سان نوڪري ڪرڻ ڪري ڪيس انگريز حڪومت خانصاحب جو خطاب ڏنو. حيدرآباد ۾ وفات ڪيائين. سندس تصنيف ڪيل ڪتاب ’سوانح تاجدارِ مدينہ صلي الله عليہ وسلم‘ نهايت ئي اهم ڪتاب آهي. خانصاحب ڪمال الدين عباسيءَ جي نالي پٺيان، 24 سيپٽمبر 1988ع تي هڪ بوڪ ڪارنر قائم ڪيو ويو.

**خان عبدالغفار خان:** خان عبدالغفار خان نہ رڳو پاڪستان، پر ننڍي کنڊ جو ناميارو سياسي ۽ سماجي اڳواڻ ٿي گذريو آهي. هيءُ خدائي



خدمتگار، باچا خان ۽ سرحد جي گانڌيءَ جي لقبن سان بہ مشهور آهي. هن ڳوٺ اتمان زئي (ضلعي مردان) خيبرپختونخوا ۾ 1890ع ڌاري جنم ورتو. مشن اسڪول پشاور مان مئٽرڪ ڪيائين. ڪجهہ وقت عليڳڙهہ مسلم ڪاليج ۾ بہ پڙهيو. وطن موٽي اچي عوامي ڀلائيءَ ۽ تعليم جي ترقيءَ لاءِ سرگرميون شروع ڪيائين. 1910ع ۾ اسلاميہ اسڪول پشاور جو بنياد رکيائين. پوءِ علائقي ۾ ٻيا بہ ڪيترا اسڪول کولرايائين. ان دؤر ۾ تحريڪ آزادي ابتدائي مرحلن ۾ هئي. خان عبدالغفار خان نهايت ئي جوش ۽ جذبي سان وطن جي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ حصو ورتو ۽ جلد ئي آزاديءَ جي تحريڪ جي اڳواڻن ۾ اهم رتبو حاصل ڪري ورتائين. 1919ع ۾ رولٽ ائڪٽ جي خلاف ملڪ گير تحريڪ شروع ٿي تہ خان عبدالغفار خان پنهنجي علائقي ۾ جلسا ۽ جلوس منظم ڪيا. 1920ع ۾ ٻين اڳواڻن سان گڏ ڪابل هجرت ڪري ويو. واپس موٽيو تہ انگريز دشمن سرگرمين جي الزام ۾ ڪيس گرفتار ڪيو ويو ۽ لاڳيتو ٽي سال جيل ۾ رهيو. 1924ع ۾ آزاد ٿيو ۽ ان ئي سال حج بہ ڪيائين. 1928ع ۾ ڪانگريس جي اجلاس ۾ شرڪت ڪيائين، جتي مهاتما گانڌيءَ سان سندس ملاقات ٿي. گانڌيءَ جي عدم تشدد (اهنسا) جي فلسفي کان ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ پنهنجي علائقي ۾ پهچي اهڙو پرچار شروع ڪيائين. 1929ع ۾ ’خدائي خدمتگار‘ تحريڪ جو بنياد رکيائين. 1930ع ۾ پشاور جي قصہ خواني بازار ۾ خالي هٿين



مهاتما گانڌي ۽ خان عبدالغفار خان

عوام تي انگريزي فوج زبردست فائرنگ ڪئي، جنهن جي ردعمل ۾ سڄي ملڪ ۾ احتجاجي مظاهرا شروع ٿيا، جنهن ڪري انگريز حڪومت باچا خان کي گرفتار ڪري ورتو. هڪ سال جي قيد ڪاٽڻ پوءِ ڪيس آزاد ڪيو ويو. ڊسمبر 1931ع ۾ وري ڪيس گرفتار ڪيو ويو. 1934ع ۾ ڪيس آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جو صدر چونڊيو ويو. 1946ع ۾ عام اليڪشن ٿي تہ باچا خان مرڪزي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي ويو. ٻين ڪانگريسي ليڊرن وانگر سرحدي گانڌي خان عبدالغفار بہ هندستان جي ورهاڱي جي خلاف هو.

پاڪستان ۾ شموليت جي سوال تي جون 1947ع ۾ صوبي سرحد ۾ ريفرنڊم ٿيو تہ خان عبدالغفار خان ان جو بائيڪاٽ ڪيو. قيام پاڪستان کان پوءِ ’خدائي خدمتگار‘ تحريڪ تي پابندي وڌي وئي ۽ سرحدي گانڌيءَ کي گرفتار ڪيو ويو. 1957ع تائين جيل ۾ رهيو ۽ ائين مجموعي طرح سان 14 سال قيد ۾ رهيو. آزاد ٿيڻ کان پوءِ ترت پاڻمرادو جلاوطني اختيار

ڪري ڪابل هليو ويو ۽ ڏگهو عرصو اتي رهيو. واپس آيو ته پاڪستاني پاسپورٽ تي دهليءَ هليو ويو. جتي ڀارتي حڪومت کيس 'عالمي نهرو اوارڊ' سان نوازيو.

خان عبدالغفار خان سياست ۾ سائين جي. ايم. سيد جو ساٿي رهيو. سائين گڏجي پيپلز پارٽي ۽ نئشنل عوامي پارٽي ٺهرايائين. ون يونٽ تحريڪ ۾ خان عبدالغفار خان ۽ جي. ايم. سيد گڏ هئا. مرڪزي اسيمبليءَ مان ون يونٽ خلاف ٺهراءُ پاس ڪرائڻ وارن معاهدن ۾ خان عبدالغفار خان جو وڏو هٿ رهيو. سرحد ۾ انٽني ون يونٽ فرنٽ قائم ڪرايائين. سائين جي. ايم سيد سان قربت جي ڪري، وٽس ڪراچي ۽ سن ۾ اڪثر اچي رهندو هو ۽ سيد جي سالگرهن ۾ شريڪ ٿيندو هو.

10 فيبروري 1975ع تي نيشنل عوامي پارٽيءَ تي بندش پوڻ کان پوءِ ان جي اڪثر اڳواڻن کي گرفتار ڪيو ويو. باچا خان کي به پنهنجي ڳوٺ ۾ نظربند ڪيو ويو. جتان سيپٽمبر 1976ع تي آزاد ٿيو. 1978ع کان 1981ع تائين ڪابل ۾ وڃي رهيو. 1981ع ۾ پاڪستان موٽي آيو. خان عبدالغفار خان 1988ع ۾ اتمان زئيءَ ۾ وفات ڪئي. ان موقعي تي هندستان جو وزيراعظم راجيو گانڌي تعزيت لاءِ خان صاحب جي پوٽيڻن وٽ سندن ڳوٺ آيو. سندس وصيعت موجب کيس جلال آباد (افغانستان) ۾ دفن ڪيو ويو.

**خان عبدالولي خان:** خان عبدالولي خان، خان عبدالغفار خان جو فرزند. موضع اتمان زئي ضلعي مردان ۾ 1917ع ۾ پيدا ٿيو. پشاور مان تعليم حاصل ڪيائين. سياسي تربيت والد کان حاصل ڪيائين. ڪجهه عرصو گانڌي آشرم سابرمتيءَ (انڊيا) ۾ رهيو ۽ هندستان جي آزادي جي تحريڪ ۾ حصو ورتائين. پاڪستان جي قيام کانپوءِ خدائي خدمتگار تحريڪ جي ٻين ليڊرن سان گڏ هن کي به گرفتار ڪيو ويو. آزاد ٿيڻ کان پوءِ مولانا عبدالحميد ڀاشانيءَ جي نئشنل عوامي پارٽي (نعپ) ۾ شامل ٿيو. اڳتي هلي مولانا ڀاشانيءَ سان اختلافن جي ڪري نعپ ۾ پنهنجو الڳ ڌڙو ٺاهيائين ۽ ان جو صدر چونڊيو ويو. ڊسمبر 1970ع جي عام چونڊن ۾ نعپ سرحد ۽ بلوچستان ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. 1971ع ۾ جنرل يحييٰ خان نعپ تي پابندي لڳائي ڇڏي. 1972ع جي شروع ۾ ذوالفقار علي ڀُٽي نيشنل عوامي پارٽيءَ تان بندش هٽائي. اپريل 1972ع ۾ نعپ مفتي محمود جي جماعت جمعيت العلماء اسلام جي اشتراڪ سان سرحد ۽ بلوچستان ۾ وزارتون ٺاهيون. فيبروري 1973ع ۾ مرڪزي حڪومت بلوچستان جي وزارت کي برطرف ڪري ڇڏيو ۽ سرحد جي وزارت احتجاج طور مستعفي ٿي وئي. 9 فيبروري 1975ع تي وطن دشمن سرگرمين ۽ شيرپائو جي قتل ڪيس جي ڪوڙن الزامن هيٺ خان عبدالولي خان کي گرفتار ڪيو ويو ۽ سندس جماعت کي قانون خلاف قرار ڏنو ويو.



15 آڪٽوبر 1976ع تي حڪومت ولي خان ۽ سندس سائين تي مقدمو هلائڻ لاءِ حيدرآباد سينٽرل جيل ۾ هڪ خاص ٽربيونل قائم ڪيو. جولاءِ 1977ع ۾ ڀُٽي جي حڪومت جي خاتمي کان پوءِ فوجي حڪومت ڊسمبر 1977ع ۾ سندس سائين سميت کيس ضمانت تي آزاد ڪيو. جنوري 1978ع ۾ ولي خان ۽ نعپ جي ٻين سمورن ليڊرن خلاف مقدما واپس ورتا ويا. ولي خان نيشنل ڊيموڪريٽڪ پارٽيءَ ۾ شامل ٿيو جيڪا جماعت شيرباز خان مزاريءَ، نعپ تي پابنديءَ کان پوءِ قائم ڪئي هئي. ولي خان مختلف وقتن تي تقريباً ڏهه سال قيد ۾ گذاريو 1986ع ۾ عوامي نيشنل پارٽي وجود ۾ آئي ته ولي خان ان جو سربراهه چونڊيو ويو. 1988ع جي عام اليڪشن ۾ خان عبدالولي خان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي آيو. 1990ع ۽ 1993ع جي چونڊن ۾ ولي خان اليڪشن هارائي. وري 1997ع جي اليڪشن ۾ ڪامياب ٿي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر بڻيو. 1999ع ۾ جنرل مشرف اقتدار تي قبضو ڪيو. تڏهن چونڊيل ادارن کي مفلوج ڪيو ويو. ولي خان جو سياسي دور پورو ٿيو هن بزرگ سياستدان 89 سالن جي ڄمار ۾ 2006ع ۾ وفات ڪئي. سندس سياسي ڪردار ۽ جدوجهد پاڪستان جي تاريخ ۾ منفرد حيثيت رکي ٿي.

خان عبدالولي خان ڪجهه ڪتاب به لکيا. جن ۾ 'Facts and Facts' وڏي اهميت رکي ٿو. هي ڪتاب دهليءَ مان 1987ع ۾ ڇپيو. جنهن تي هڪ ڌر وڏي واويلا به ڪئي ۽ ڪجهه عرصي لاءِ ان تي پابندي به وڌي وئي.

**خانقاهه ترابي:** هيءَ خانقاهه شيخ ابوتراب نالي بزرگ جي آهي. جنهن بکر جو قلعو فتح ڪيو. هيءَ مقبرو 'گجر' کان ٽي ميل ڏکڻ اولهه طرف، ٽرڙي مڪان، تعلقي ميرپورساڪري ۾ آهي. تاريخي روايتن مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءَ بزرگ خليفي هارون رشيد جي زماني ۾ سنڌ ۾ مهم دوران شهيد ٿيو هو. هن روضي تي سال 171هه/ 787ع جو ڪتبو لڳل آهي. ان لحاظ کان هن درگاهه کي سنڌ ۾ پراڻي درگاهه تسليم ڪيو ويو آهي. سما دؤر ۾ ڄام جوڻي هن بزرگ جي مزار تي گنبذ ٺهرايو هو.

**خانقاهه شريف صايو:** عمرڪوٽ ضلعي ۾ واقع هيءَ خانقاهه سيهڙ فقير مگرئي جي خاندان جي آهي. جيڪا زمانن کان آباد آهي. مگريا بزرگ غوث بهاءُالدين ذڪريا جي سهروردي سلسلي جا پوئلڳ رهيا آهن. مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيؒ جي زماني ۾ سايي ۾ ابراهيم فقير ذڪر ڏيندو هو. جنهن کي ابراهيم 'ڪاٺو' ڪري چوندا هئا. گرهوڙي صاحب ۽ سندس وچ ۾ ڪيترين چوٽون ٿيون. گرهوڙيءَ هن تي چوٽ ڪندي چيو ته:

ڪي نميا ناٽ ڪي، ڪي ابراهيم ڪاٺي،
الله ٿو ڄاڻي، اسين تنهنجي آسري.

انگريزن جي آخري زماني ۾ هن خانقاهه جي روح روان بيبي صالحان وڏي هستي ٿي گذري آهي. فقير محمد علي ساڻڊ به هتي جو بزرگ آهي. جيڪو حاجي محمد حسين نقشبندي ملتان واري جو خليفو آهي. هي خانقاهه شريف، ذڪر فڪر سان آباد رهندي اچي.

**خانقاهه شريف ڪونجيلي:** ديهه ڪونجيلي تعلقي عمرڪوٽ ۾ ٽرواهه جي اترئين پاسي حاجي رحمة الله جي خانقاهه ۾ موجود آهي. حاجي رحمة الله پاڻ ڪوئيٽا جي مشهور درويش چشمي واري بزرگ کان فيض يافته هو. وڏو سخي مرد ۽ ناري جو نواب هو. تنهنڪري سندن خانقاهه هر

وقت آباد رهندي هئي. پير سائين پاڳاري جا ڪيترا مريد سندس ارادت جي حلقي ۾ داخل ٿي ويا. جنهنڪري ڪنهن جي چرچ تي رحيم هنگوري هن خانقاهہ تي حملو ڪيو. جنهن ۾ هن بزرگ سميت 18 ڄڻا شهيد ٿي ويا.

**خانقاهہ، ڪنيرو شريف**: عمرڪوٽ ضلعي ۾ ڏوري ناري کان ٻہ ميل ڪن اتر طرف ڪنيري جي پٽ تي هيءَ خانقاهہ آباد آهي. هن خانقاهہ ۽ مدرسي جو باني ميون عبدالله اڪبر سموڏو درويش، عالم باعمل ۽ مدرس ٿي گذريو آهي. ميان صابر ولهاريءَ جي اولاد مان آهي. سندس شاگرديءَ جي سند 'ٺٽوي سنڌي' آهي. سندس شاگرد عالم باعمل ۽ وقت جا وليءَ الله ٿي گذريا آهن. مشهور درويش ۽ عالم ميون حبيب الله تاملهيار (راجستان وارو) سندس شاگردن مان هو. ميين عبدالله اڪبريءَ جو بي مثال ڪتب خانو هو. جنهن ۾ ٺٽي جي عالمن جا شهپارا قلمي صورت ۾ محفوظ هئا، پر سنيال نہ ٿيڻ ڪري ڪتب خانو اڏوهيءَ جو کاڄ ٿي ويو. رهيل ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڪٺائي ويو. روايت آهي تہ هن ڪتبخاني ۾ مخدوم بلاولؒ جو فارسي زبان ۾ لکيل ڪتاب بہ موجود هو.

**خان ڪلهوڙو** (ديهہ): ضلعي شڪارپور، تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خان ڪلهوڙو، امير بخش جيهو، جوابپور چانڊيو، امام بخش چانڊيو، ملان چانڊيو ڳوٺ، ڏڙو چانڊيو ۽ ايوب چانڊيو.

**خانڳڙهہ** (ديهہ): تعلقي ميرپور ماٿيلي جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خانڳڙهہ، عالم خان گڏاٽي، ڇتل مهر، موٺڻ مهر، علي نواز مهر، رحمت خان گبول/خداداد خان گبول، پڙ، محمد صالح ڏڪڻ ۽ رمضان لاشاري. اڄڪلهہ خان ڳڙهہ، شهر نما هڪ غلم محمد خان مهر جو وڏو ڳوٺ آهي، جتي فقير احمد سائين مهر جي "درگاهہ خانڳڙهہ شريف" تاريخي حيثيت رکي ٿي.

**خانڳڙهہ قلعو**: خانڳڙهہ جو قلعو بهاول پور جي نواب بهاول خان II، 1783ع ۾ ٺهرايو هو. هي قلعو بهاولپور رياست جي حدن اندر چولستان ۾ آهي ۽ چورس قلعو آهي. جڏهن تہ ان جي هر ڪنڊ تي اڌ گول ٽي برج ٺهيل آهن. قلعي ڪي اوير ۾ لنگهہ آهي. قلعي جو هر پاسو 128 فوٽن جو



خانڳڙهہ جو قلعو

آهي. قلعو ڪچين سرن جو ٺهيل آهي، پر اڳيان پڪين سرن جو هڪ بار ڏنل آهي. قلعو هاڻي ڊهي چڪو آهي. رڳو برجين جا نشان وڃي بيٺا آهن. پٽيون 10 فوٽ ويڪريون آهن. پڪين سرن جي ماپ 8.5x6x1.5 سينٽي ميٽر آهي. قلعي جي اوير ڏکڻ واريءَ ڪنڊ تي 80 فوٽن جي مفاصلي تي هڪ منارو ٺهيل آهي، جڏهن تہ سائُٽي طرف هڪ ٻئي جا نشان قلعي جي حدن اندر نظر اچن ٿا.

**خان محمد بروهي** [1]: خان محمد ولد ڪشمير خان بروهي 1920ع ڌاري جيڪب آباد ۾ جنم ورتو. هو هڪ نامي گرامي پهلوان هو ۽ ڪوڏي ڪوڏيءَ جو بهترين رانديگر ۽ معروف لوڪ ڊانسر رهيو. راندين ۾ ورهاڱي کان اڳ هن وڏو نالو ڪمايو. سنڌ جي لوڪ ثقافت جهومر جو ماهر هيو. ڪيس مختلف قسم جون جهمريون ڪيڏڻ اينديون هيون. هو چڱو خاصو مشهور ٿيو ۽ وڏن وڏن پروگرامن ۾ شريڪ ٿيندو هو.

خان محمد بروهي، 28 ڊسمبر 1988ع تي جيڪب آباد ۾ وفات ڪئي.

**خان محمد بروهي** [2]: خان محمد ولد سومر خان بروهي، 1880ع ڌاري مستونگ ۾ ڄائو جتان مختصر تعليم حاصل ڪري برطانوي فوج ۾ شامل ٿيو هو هڪ دلير فوجي هو فوج ۾ نمايان خدمتون انجام ڏيندو هو. 1921ع ۾ ڪئپٽن، 1927ع ۾ ميجر ۽ 1932ع ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل مقرر ٿيو ۽ جلد ئي رٽائر ٿيو. جشن فتح جي سلسلي ۾ 1919ع ۾ بڪنگهم پيلس ۾ هن هڪ اهم فوجي علمدار جي حيثيت سان شرڪت ڪئي. فوجي خدمتن جي سلسلي ۾ ڪيس 'سردار بهادر' جو لقب ڏنو ويو. 1918-9ع ڌاري ترڪيءَ سان جنگ دوران فلسطين جي محاذ تي ترڪيءَ جي ستين ۽ ائين ريجمينٽ کي ختم ڪرڻ جو ڪيس سرٽيفڪيٽ ۽ اعزاز مليو.

فوج ۾ نوڪريءَ دوران هن فلسطين، عدن، شام، عراق، مصر ۽ افغانستان جي محاذن تي جنگي ڪارناما سرانجام ڏنا. 18 سالن جي عمر ۾ فوج ۾ ڀرتي ٿيو هو. 1900ع ۾ چين سان جنگ دوران ڪيس صوبيدار جو عهدو ڏنو ويو. نوجوانيءَ جي دور ۾ جيڪب آباد لڏي آيو. 1912ع کان ويهن سالن تائين برطانيہ گورنمينٽ طرفان خيرپور رياست ۾ سروس ڪيائين. بلوچ ريجمينٽ جو بنياد وڌائين. فوج جي خدمتن جي مڃتا طور ڪيس Member of British Empire، Order of British India (OBI) ۽ Indian Order of merite- knight hood جا اعزاز حاصل رهيا.

ڪيس آخري سروس دوران هز هائينس جو اعزاز بہ ڏنو ويو. اهڙا سرٽيفڪيٽ ۽ اعزاز سندس پٽ عبدالقادر وٽ اڄ بہ موجود آهن.

**خان محمد پنهور**: (ڏسو: پنهور خان محمد جلد ٽيون)

**خان محمد پنهور (ڪتاب)**: هيءَ ڪتاب ناصر پنهور ترتيب ڏنو آهي. هن ڪتاب ۾ خان محمد پنهور جي دوستن ۽ سائين جا سندس ڪم ۽ زندگيءَ تي جامع مضمون موجود آهن، جن ۾: علي احمد بروهي، غلام علي الانا، حميد سنڌي، قلندر شاهہ لڪياري، حسين شاهہ راشدي، شيخ عزيز، هدايت بلوچ، انعام شيخ، ناز سنائي، ڊاڪٽر الهرکيو ٻٽ، تاج جويو، طارق عالم ۽ ٻيا شامل آهن. هن ڪتاب ۾ خان محمد پنهور جي جدوجهد، خلوص، فلسفي،



سماجي جاڳرتا ۽ ڪردار کي چٽيو ويو آهي. هن ڪتاب ۾ خان محمد پنهور جون مختلف اديبن سان گڏ نڪتل تصويرون به ڏنل آهن. 143 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز هن ڪتاب جي قيمت 100 رپيا آهي. هي ڪتاب مئي 2004ع ۾ ناز پبلشر، رابعه اسڪوائر، گاڏي کاتي حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو.

**خان محمد مگڻهار** (ڊولڪ نواز): سنڌ جي مشهور ڊولڪ نواز، خان محمد ولد مٺل خان مگڻهار 1961ع ۾ ڳوٺ ڏڀ چانڊيي، ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ ۾ ڄائو. ڊولڪ وڄائڻ جي فن جي شروعاتي تعليم وڏي ڀاءُ غلام فقير کان حاصل ڪيائين، جنهن کان پوءِ استاد فيض محمد خان کان باقاعدي راڳ جي فن ۽ ڊولڪ جي فن جي سکيا ورتائين ۽ پاڻ کي هڪ ڪامياب ڊولڪ نواز طور مڃارايائين. شروعات ۾ خان محمد فقير درگاهن تي راڳ ڳائيندڙ 'درگاهي راڳين' سان سات سنگت ڪندو هو. ان کان سواءِ هن مشهور فنڪارن جلال چانڊيي، ڪوثر ماروي، ڏٽي بخش سولنگي، غلام حسين ڪليريءَ سان به سات سنگت ڪئي آهي. هن وقت هو سنڌ جي ناليواري فنڪاره صنم ماريءَ سان ڊولڪ تي سنگت ڪري رهيو آهي. خان محمد مگڻهار 2004ع ۾ دبئي 'ثقافتي پروگرام' ۾ شرڪت لاءِ ويو، جتي مشهور راڳي شفيع فقير ۽ صنم ماريءَ سان ڊولڪ تي سنگت ڪيائين. شاهه عبداللطيف ڀٽائي، قلندر لعل شهباز، سچل سرمست جي عرسن تي ٿيندڙ ڪانفرنسن ۾ راڳ رنگ جي رهاڻ ۾ شرڪت ڪندو رهيو. ڪيس ثقافت کاتي سنڌ پاران بهترين 'ڊولڪ نواز جو اوارڊ' به ملي چڪو آهي. هي ثقافت کاتي سنڌ پاران ٻه ڀيرا بوسنيا، الجيريا ۽ ڀارت ۾ فنڪارن جي وفدن سان گڏ پرفارم ڪري آيو آهي. خان محمد مگڻهار سنڌ راڳي ويلفيئر ائسوسيئيشن جو ميمبر به آهي.

**خانڻ چنجڻي**: عوامي شاعر حاجي خان محمد عرف حاجي خانڻ چنجڻي، ڳوٺ مياںداد چنجڻي، لڳ نصير آباد، تعلقي نصيرآباد، ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ جو وينل هو. 8 آڪٽوبر 1831ع ۾ ميان دوست محمد چنجڻيءَ جي گهر ۾ جنم ورتائين. حاجي خانڻ جو والد پنهنجي ڳوٺ جو چڱو مڙس هو. ميان دوست محمد خان فارسي پڙهيل هو جنهنڪري پنهنجي پٽ خانڻ کي به ڳوٺاڻي مدرسي ۾ ويهاريائين. هن مولانا نور محمد ميمڻ ۽ مولانا غلام صديق شهدادڪوٽيءَ کان تعليم ورتي. فارسيءَ جي تحصيل بعد ڪيس عربي تعليم لاءِ، ضلعي جي ٻئي ڪنهن مدرسي ڏانهن وڃڻو هو پر والد جي وفات بعد اهو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيائين. سندس اوطاق تي روزانو سگهڙن ۽ راڳيندڙن جون ڪچهريون ٿينديون هيون. اهوئي سبب هو جو حاجي خانڻ کي ڳائڻ وڄائڻ گهڻو وڻندو هو. شعر چوڻ جي ابتدا انهن ڪچهرين دوران ڪيائين ۽ سندس شوق وڌي وڻ ٿيو.

حاجي خانڻ جي ڪلام ۾ ڳوٺاڻي زندگيءَ جو عمدو نقشو چٽيل آهي. راڳ سندس مشغلو بنجي ويو. ڪچهرين ۾ سندس همعصر شاعر رستم لغاري، عثمان سانگي، چتو فقير سانگي ۽ طورپيي وسڻ جون ڪافيون به هلنديون هيون، پر حاجي خانڻ جي ڪافين کي وڏي اهميت حاصل هئي. هن سنڌيءَ سان گڏ سرائيڪيءَ ۾ به ڪافي ڪلام چيو آهي. حاجي خانڻ چنجڻيءَ جو ڪلام سنڌ جي نامور محقق ۽ لوڪ ادب جي ڄاڻو ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي 'ڪليات حاجي خانڻ چنجڻي' جي نالي سان ترتيب ڏنو جنهن کي سنڌي ادبي بورڊ، 1986ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. حاجي خانڻ چنجڻيءَ 76 سالن جي ڄمار ۾ 2 جنوري 1907ع تي وفات ڪئي.

**خانواڻي، روچيرام تيرٿداس**: روچيرام تيرٿداس خانواڻيءَ جو جنم، 1 آڪٽوبر 1929ع تي حيدرآباد، سنڌ ۾ ٿيو. سندس ڀائر اڄ به ڪوٽڙي، سنڌ ۾ آباد آهن ۽ پاڻ الهاس نگر، هندستان ۾ رهندو آهي. وٽس هزارين سنڌي ڪتاب، سوين ڪلاڪارن، اديبن ۽ ليکڪن جا فوٽو تفصيل سوڌو ۽ صوبي وار فائيلن ۾ رکيل ۽ پٽين تي لڳل آهن. هن جو دستور آهي ته هو ليکڪن کي سندن جنم ڏينهن تي ڪين واڌاين جا ڪارڊ موڪليندو آهي. سدائين سنڌي ويس ۾ ملبوس روچيرام هر سال سنڌي مضمون ۾ مئٽرڪ کان ڪاليج تائين پهرئين نمبر آيل شاگردن کي سندن گهر وڃي پنهنجي وت آهر روڪ رقم، سرٽيفڪيٽ، جهولي لعل جي مُورتي ۽ سٽي پيٽن سوکڙي طور ڏئي ايندو آهي. روچيرام، اهڙن شاگردن جي استادن کي به نه وساريندو آهي. سٺو ادب دوست آهي. سنڌي ادب ۽ اديبن لاءِ وڏو چاهه اٿس. موسيقيءَ جو سٺو ذوق رکي ٿو.

**خان واهه** [1] (ديهه): تعلقي شڪارپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ 'واند' نالي شامل آهي.

**خان واهه** [2] (ديهه): تعلقي ڳڙهي خيري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ 'خان واهه' نالي شامل آهي.

**خان واهه** [3] (ديهه): تعلقي رتيديري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خان واهه، جهان خان، جروار ۽ پاڳارو.

**خان واهه** [4] (ديهه): تعلقي جوهي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪوبه ڳوٺ شامل نه آهي.

**خانواهڻ** [5] (ديهه): تعلقي ڪنڊياري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خانواهڻ، پير قرارو، ابياڻي، پنهيار، شادن مري، عبدالڪريم ڪلهوڙو، حيات ڳوٺ، غلام نبي ماڇي، جوڳين جو ڳوٺ، امير بخش ڪونڊر ۽ مهٽي ديرو.

**خانواهڻ** (شهر): خانواهڻ سنڌ جي ساهتي پرڳڻي جو نهايت قديم ۽ تاريخي شهر آهي. نوشهري فيروز ضلعي جي ڪنڊياري تعلقي ۾ هن شهر جي قديم علمي مرڪز واري حيثيت حاصل رهي آهي. هن شهر جو بنياد ڪلهوڙن جي پوئين دور ۾ پيو ۽ آهستي آهستي ترقي ڪندو اوج کي پهتو هيءُ شهر ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور جي تهذيب ۽ تمدن جو نشان آهي. خانواهڻ جو قديم شهر، ڪوٽڙيءَ ڪبير کان اڍائي ڪوهن جي مفاصلي تي سنڌو درياهه جي اڀرندي ڪناري تي آباد آهي. روايت آهي ته اڳئين زماني ۾ هن شهر ۽ ڪوٽڙي ڪبير جي وچان درياهه وهندو

هو. جيڪو هاڪڙو درياهہ سڏبو هو. هاڪڙو سنڌونديءَ جي اها قديم شاخ هئي. جيڪا اتر ۾ پنجند وٽان سنڌو درياهہ مان نڪري، اپرنديءَ سنڌ کي سيراب ڪندي هئي ۽ ننگرپارڪر وٽ ڪڇ جي رڻ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي. محقق قاضي ميان قطب الدين هن شهر جو احوال بيان ڪندي لکي ٿو تہ: ”خانواهڻ جو هڪ قديم ڳوٺ لوهاڻي درياهہ جي پڪ تي آباد آهي، سهتا قبيلي جي ماڻهن جو وسايل آهي. هن شهر ۾ ڪوڙي ڪبير ڪان سيد، خالدي، قريشي، دلواڻي (هندو) ۽ مياڻيءَ وارا ميربحر، مدد خان جي حملي وقت لڏي اچي رهيا.“

هن شهرجي باري ۾ ميان نور الله لکي ٿو تہ: ”خانواهڻ نالي هيءُ شهر سهتا قبيلي جي بااثر زميندار خان سهتي جو ٻڌايل آهي، اوائل ۾ هي شهر ’خان جو واهڻ‘ يا ’خان جو پاڙ‘ ڪري سڏبو هو. پر پوءِ وقت گذرندي ان جي نالي ۾ ڦيرو اچي ويو ۽ خان جي واهڻ مان بدلجي خانواهڻ سڏجڻ لڳو.“ مشهور اديب عبدالخالق موجب هيءُ شهر 1890ع تائين خيرپور رياست ۾ شامل هو. هن شهرجي اتر ۾ هڪ وڏي ڪڏ يا ڪاهي آهي، جنهن جي ڪنڌيءَ تي هندن جي هڪ قديم مڙهي هئي، هن مڙهيءَ ۾ هندن جو هڪ ننڍڙو مندر هو. خانواهڻ شهرجي اوير ۾ پراڻي ميراڻي گرڪڻي واهہ جي ڪنڌيءَ تي ٻالچند نالي هڪ هندو زميندار جي پٽ چوهڙمل پنهنجي نالي پويان ’چوهڙپور‘ نالي محلو تعمير ڪرايو هو، ان ۾ آسپاس جا ڪيترائي هندو لڏي اچي آباد ٿيا. هيءُ شهر ساهتيءَ جي گهٽِن شهرن کان وڌيڪ وسندڙ ۽ آباد هو خاص ڪري تعلقي ڪنڊياري جو مکيہ ۽ اهم شهر هو، واپار جي لحاظ کان بہ هيءُ وڏو برک شهر هو. هتي چانورن ۽ ڪپڙي جو ڪم گهڻو ٿيندو هو. هتي جا پوتڙا، انگوڇا ۽ چوڙيون، سجيءَ سنڌ ۾ مشهور هيون. هن شهر جي چوڌاري باغ هئا ۽ هتان جا انب سموريءَ سنڌ ۾ وڪري لاءِ ويندا هئا. هتي وڏا وڏا واپاري رهندا هئا. هن شهرجي رهواسين جي شاهوڪاريءَ جي ساک ان مان ئي ظاهر آهي تہ خانواهڻ جون ٻہ ڙهيون ماڙيون اڄ بہ قائم آهن. خانواهڻ شهر ۽ پسگردائيءَ ۾ رهندڙ ’ڪونڊر‘ قبيلو هتان جو پراڻو قبيلو آهي. جن ۾ گل ڪونڊر نامور اديب آهي.هن وقت خانواهڻ شهر يونين ڪائونسل جو درجو رکي ٿو هن يونين ڪائونسل ۾ چار ديهون: ٽنڊو گل محمد شاهہ، محبت ديرو، سيال، ڪوڙو خٽڪ ۽ خانواهڻ شامل آهن. جنهن ۾ ڪيتريون ئي ديهون شامل آهن. هتي گورنمينٽ هاير سيڪنڊري اسڪول، گرلس، مڊل ۽ پرائمري اسڪول، مسلم ڪمرشل بينڪ، بيسڪ هيلٿ يونٽ ۽ ٻيا سرڪاري ادارا موجود آهن. هتان جي عالمن ۽ فاضلن ۾ قاضي معالي، قاضي اشرف ثاني، قاضي عبدالواحد ۽ قاضي ميان پير بخش اول حافظ شوق محمد سهتو مشهور هئا. اديبن ۽ شاعرن ۾ قاضي ميان احمد، تَوت فقير(شاعر ۽ سگهڙ)، ماستر سڪرمل، ڦگڻ مل، قاضي محمد يعقوب صابر (اديب ۽ شاعر)، قاضي عبدالحميد جهانگي، قريشي حامد علي خانائي (تاريخدان ۽ اديب)، نجم عباسي (نامور ڪهاڻيڪار، ناول نگار، ڪلا پرڪاش (ڪهاڻيڪار، ناول نگار)، نذير ناز، قاضي محمد اشرف، غلام نبي ناشاد، پارس حميد، گدا حسين گدائي، غلام علي شاهہ بسمل، اعجاز شاهہ، غلام شبير طالب لطيف، غلام مصطفيٰ شاهہ گوهر، غلام حسين خشڪ، گل شير لوچي (نوجوان شاعر ۽ اديب) وغيره شامل آهن. 1976ع ۾ سنڌي ادبي سنگت خانواهڻ جو بنياد غلام نبي ناشاد ۽ پارس حميد وڌو. هن شهر ۾ ساهتي لائبرري بہ قائم آهي، ان کانسواءِ ساهتي سوشل ويلفيئر آرگنائيزيشن، ڪونڊر ويلفيئر ايسوسيئيشن، ينگ ملاح ايسوسيئيشن ۽ ٻيون سماجي تنظيمون ڪم ڪري رهيون آهن. هتي ساهتي لائبريري بہ 1948ع کان قائم آهي. جنهن جو انچارج غلام نبي ناشاد آهي. خانواهڻ کي چئن طرفن کان روڊ آهن. مشهور سرجن آفتاب احمد قريشي (حيدرآباد)، ڊاڪٽر ذوالفقار تنيو هيئر گرافٽنگ سرجن، خانواهڻ جا رهاڪو آهن. مشهور ڪامورو هاشم ميمڻ (اڳوڻو ڪمشنر سکر) ۽ ٻيا ڪيترا اعليٰ آفيسر سماج سڌارڪ بہ هن شهر سان واسطو رکن ٿا. هتي هر سال غازي غلام شاهہ جو ميلو لڳي ٿو. خانواهڻ شهر ۾ جيڪي ذاتيون رهن ٿيون تن ۾: قريشي، سهتا، سيد، ملاح، تنيا، موچي، شيخ، قاضي، لوچي، ڪنيس، دايہ، مگڻهار، لوهر، سولنگي، سيال، ميمڻ، ڪونڊر، خشڪ، حجم، ڪنيڙا، عباسي، پيرزادا، ڪلهوڙا، سومرا اچي وڃن ٿا.

**خانور** (ديهہ): تعلقي مٺيءَ، ضلعي ٿرپارڪرجي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

منڙيو اوٺا، ميوواري سومرا، پڌريو سومرا، طيب اوٺو، يار محمد اوٺو، عمر اوٺو، محسن اوٺو، تماچي اوٺو، سهروڙي اوٺا، پوچاتلي اوٺا، آساباهہ، سگهار پيل، بلاول اوٺو، بادل اوٺو ۽ ميگهي جو تڙ.

**خانور** (ڳوٺ): هيءُ تعلقي مٺي، يونين ڪائونسل مهراڻي، ديهہ خانور جو قديم ڳوٺ آهي. هن ڳوٺ کي هن وقت ڳوٺ بلاول اوٺي جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو هن ڳوٺ جي آدم شماري ٽن هزارن جي لڳ ڀڳ آهي. هن ڳوٺ ۾ هڪ مدرسو تعليم القرآن، ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا پرائمري ۽ مڊل اسڪول ۽ هڪ ڊسپينسري/ اسپتال موجود آهي. هن ڳوٺ جا اڪثر ماڻهو تعليم يافتہ آهن. هن ڳوٺ ۾ بہ ناميارا شاعر مائيٽو اوٺو ۽ بلاول اوٺو پيدا ٿيا. بلاول اوٺو هڪ عوامي شاعر آهي، جنهن کي سنڌ جي ناميارن فنڪارن ڳايو آهي. ان کان سواءِ هن ڳوٺ جو استاد مرحوم عبدالهادي اوٺو ٿرپارڪر ضلعي جو ناميارو استاد ٿي گذريو آهي. زاهد اوٺو ۽ ضمير بلاول اوٺو هن ڳوٺ جا نوجوان اديب آهن.

**خانہ بدوش**: اهڙا لاڏائو ماڻهو جن جو ڪو هڪ وطن، علائقو يا شهر نہ هوندو آهي، هن قسم جا ماڻهو موسم مطابق خوراڪ پاڻيءَ ۽ چراگاهن جي ڳولا ۾ هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ لڏپلاڻ ڪندا رهندا آهن. جيئن: بلوچستان توڙي سنڌ جا بروهي، ربياري، باگڙي، جوڳي، شڪاري، گواريا ۽ ڪبوترا وغيره. هي ماڻهو گهڻو وقت هڪ هنڌ نہ رهندا آهن. پر مختلف هنڌن تي لڏپلاڻ ڪندا رهندا آهن. هنن وٽ اڪثر مال جا وڏا ڌڻ هوندا آهن. سنڌ اندر بہ ڪيترائي خانہ بدوش قبيلا رهن ٿا، جيڪي مختلف ضلعن ڏانهن لڏپلاڻ ڪندا رهندا آهن.

**خانہ بدوش** (اخبار): ’خانہ بدوش‘ اخبار، شيخ نظر محمد بسمل جي ادارت ۾ 15 مئي 1956ع کان شڪارپور مان نڪتي، جيڪا ناظم پرنٽنگ پريس، لکيدر شڪارپور مان ڇپجي پڌري ٿيندي هئي. هن اخبار ۾ طنز و مزاح تي بہ مواد ڇپبو هو. پر هيءَ اخبار گهڻو وقت هلي نہ سگهي ۽ ستت ئي بند ٿي وئي.

**خاني** (ديهہ): تعلقي ساماري جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ هرچندراءِ نالي شامل آهي.

**خبازي** (Common Mallow Chees Flower): هن ٻوٽي جو نباتاتي نالو Malva Sylve Stirs آهي. هن کي سنڌيءَ ۾ پَٽ ٿرِ ۽ فارسيءَ ۾ خطمي ڪرچڪ چوندا آهن. هيءُ ٻوٽو هڪ ميٽر ڊگهو ٿيندو آهي، جنهن جا پن گول ڊگها نرم ٿيندا آهن. هن جي پنن جو ساڳ ٺاهي کاڌو ويندو آهي، هن جا گل واڱڻائي ڳاڙها ۽ ڀاڙ هيڊي هوندي آهي. هي ٻوٽو ڪشمير، سنڌ، پنجاب، حيدرآباد دکن ۽ هريانا ۾ ڪثرت سان ٿئي ٿو. حڪيمن پاران هن جا ٻج نزلي، زڪام، ڪنگهہ ۽ حلق جي خشڪيءَ لاءِ استعمال ڪيا وڃن ٿا. هن جي پنن ۾ وٽامن سي ڪثرت سان هوندو آهي، ٻهراڙيءَ جا ماڻهو هن جا پن ڪچا کائيندا آهن.



**خبرون ڪيڙائن جون** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب سنڌ جي نامور سياح ۽ سفر نامہ نويس الطاف شيخ جو لکيل آهي، جيڪو ملائيشيا جي سفرنامي جي احول تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو پيش لفظ ناليواري ڪهاڻيڪار جمال ابڙي لکيو آهي. ڪتاب ۾ ليکڪ ملائيشيا جي اهم ماڳن، مڪانن، هنڌن جو تذڪرو نهايت سهڻي پيرايي ۾ معلوماتي مواد سان درج ڪيو آهي.




الطاف شيخ جي لکيل هن سفرنامي ۾: (1) ملائيشيا وارا ڇا ٿا چون (2) جانورن سان وير نہ اٿم (3) جن سان نڪاح (4) ايمان جو جذبو (5) مشرق منهنجي لاءِ سڀ ڪجهہ آهي (6) نالن جو تڪرار وغيره سميت 18 مضمون شامل آهن. ملائيشيا تي لکيل سندس هيءُ سفرنامو وڏي اهميت جي حامل آهي. 140 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل هن ڪتاب جي قيمت 90 روپيا آهي، هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو 1998ع ۾ روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري پاران ڇپيل آهي.

**خبريڙو** (ديهہ): تعلقي قنبر جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سارين جو ڳوٺ، پيربخش ڪهاوڙ، گاجي ڪهاوڙ، محمد خان ڪهاوڙ، مجاورن جو ڳوٺ، شريف پٽو پنيل ڪهاوڙ، فضل ڪهاوڙ ۽ دولت جي واند.

**ختم اونداهہ تي ويندي** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناليواري ليکڪ آزاد قاضيءَ جو مرتب ڪيل آهي، جنهن ۾ مختلف اديبن جا سائين جي. ايم. سيد جي شخصيت، نظرئي بابت مضمون شامل آهن. ڪتاب ۾ رفيض الله جوڻيجي، ضمير لاڙڪ، اعجاز منگي، حميد ڏيپلائي، آدم ٻٽ ۽ ٻين ليکڪن ۽ اديبن جا لکيل مضمون شامل آهن. 112 صفحن تي مشتمل هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب جي قيمت 70 روپيا آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو، جنوري 2003ع ۾ جي. ايم. سيد لٽريري سوسائٽي، ڪراچيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**ختم نبوت** (ڪتاب): نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي خاتم النبيين هجڻ بابت مدلل ڄاڻ تي مبني هيءُ ڪتاب مشهور عالم ابوالاعليٰ مودوديءَ جي لکيل تفسير ۽ تفهيم القرآن جو هڪ ضميمو آهي، جنهن جو سنڌي ترجمو مولانا اميرالدين مهر ڪيو آهي. هيءُ ڪتاب جو ٻيو ڇاپو آهي، جيڪو مئي 2007ع ۾ ’سنڌ مسلم سوسائٽي‘ طرفان شايع ٿيل آهي. آفسيٽ پيپر جي رنگين ٽائيٽل ڪور سان 80 صفحن تي مشتمل، ڪرائون سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 16 روپيا آهي.

**ختمو**: ختمو عربي لفظ خَتَم مان نڪتل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جامع سنڌي لغات ۾ هن لفظ جي معنيٰ هن ريت ڏني آهي: ’مري ويلن جي روحن کي بخشش واسطي پڙهايل قرآن شريف.‘ لاڏاڻو ڪندڙ ماڻهوءَ کي ٽيجهي، ٻارس (ٻارهين ڏينهن)، ايڪيهي، چاليهي يا ٻارهي تي ختمو ڏياربو آهي، جنهن ۾ قرآن شريف پڙهي، مري ويل کي ثواب بخشائبو آهي. ٽيجهي تي ختمي جي ماني ٿيندي آهي، جيڪا تڏو کڻڻ بعد ڪبي آهي. اهڙيءَ ريت چاليهي يا ٻارهي تي بہ قرآن شريف جو ختمو ڪڍي ماني/ خيرات ڪبي آهي.

ڪي ماڻهو پورو قرآن شريف پڙهي، ختمو ڏيارين. تہ ڪي سورة فاتحہ ۽ سورة اخلاص جي تلاوت، درود پاڪ پڙهي ختمو ڏياريندا آهن. ان ۾ نہ رڳو عزيزن رشتيدارن، بلڪ دنيا مان رحلت ڪري ويل سمورن مسلمان مردن توڙي عورتن جي روحن کي ثواب بخشڻ لاءِ ختمو ڏياربو آهي.

اهل تشيع وارا قرآن خوانيءَ سان گڏ ڪربلا جي شهيدن جي ياد ۾ مجلسون منعقد ڪرائي، فوت ٿيل لاءِ بخشش جون دعائون گهرندا آهن. ان کان علاوه رمضان شريف ۾ تراويح نمازن ۾ قرآن پاڪ جي تلاوت مڪمل ڪري ’ختم القرآن‘ جي تقريب ڪئي ويندي آهي. جڏهن تہ گهرن ۾ ماڻهو خير ۽ برڪت لاءِ سيپارو پڙهي قرآن پاڪ جو ختمو ڪندا آهن.

ختمو نہ رڳو فوت ٿي ويلن جي بخشش لاءِ ٿيندو آهي، بلڪ عام زندگيءَ ۾ خير ۽ برڪت لاءِ يا وري ڪنهن بيمار جي صحتيابيءَ لاءِ صدقي طور بہ ختم شريف/ قرآن خوانيءَ جو اهتمام ڪيو ويندو آهي. ان کان سواءِ ولين، بزرگن ۽ نيڪ ٻانهن کي بہ ختمو ڏياربو آهي.

سڄي قرآن پاڪ کي تسلسل سان گڏ شروع کان آخر تائين پڙهڻ

هڪ رسم ادا ڪئي ويندي آهي، جنهن کي 'ختم القرآن' چوندا آهن. رمضان شريف ۾ تراويحن ۾، مسجدن ۾ پورو قرآن پڙهيو ويندو آهي. ڪن مسجدن ۾ هڪ ئي رات ۾ قرآن پاڪ ختم ڪيو ويندو آهي، جنهن کي ختم القرآن يا 'شبينو' چوندا آهن.

**ختنو/ طُهر**: طُهر جي معنيٰ آهي پاڪائي. ختني يا طُهر جي رسم ۾ نر ٻار جي پيشاب واري نليءَ جو غير ضروري چمڙو ڪپيو ويندو آهي. ختني جو رواج حضرت ابراهيمؑ جي دور ۾ پيو. چوڻ ته جنگين ۾ سسي لهڻ کان پوءِ ڪافرن ۽ مسلمانن جا ڏڌ سڃاڻپ جي نه سگهندا هئا، ان ڪري طُهر ويهارڻ جو حڪم ڪيو ويو. حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم پڻ انهيءَ رواج کي قائم رکايو. تنهنڪري طُهر کي سنت ابراهيمي يا خالي سنت به سڏين ٿا. طُهر عام طرح ڪنهن ڇوڪري جي ڇنيءَ واري ڏينهن کان بالغ ٿيڻ تائين ڪرايو ويندو آهي. سنڌ جي اڪثر ڳوٺن ۾ ان موقعي تي شاديءَ وانگر دعوت ڪئي ويندي آهي. عورتون ڳيچ ڳائينديون آهن. مقرر رات جو ننڍڙي نينگر کي گهوٽ وانگر هٿن پيرن کي ميندي لائي ساڄي هٿ ۾ ڳانو ٻڌو ويندو آهي. گهوٽ کي ڇني ۾ ويهاريو ويندو آهي ۽ زالون ڳيچ ڳائي ڪپڙا ڪٽي اينديون آهن. پوءِ گهوٽ کي وهنجاري نئين سلوار، پهراڻ ۽ ٽوپي وغيره پارائي ويندي آهي. گهوٽ کي ٻڌ يعني کهنبي پوتي پارائي ان تي موڙ ٻڌندا آهن. بعد ۾ حجم گهور اوڳاڙيندو آهي، ڳاني ۽ موڙ جي گهور کي ڄاڄي ٿالهيءَ ۾ وجهندا آهن. جنهن ۾ چانور ۽ ڪپڙا آندا ويندا آهن. حجم ڄاڄين کان مليل گهور ۽ گهوٽ جا لاٿل ڪپڙا به کڻندو آهي. سرگس نڪرندي آهي. طُهر ٿيڻ کان اڳ نينگر کي ڳاڙهي ڪپڙي جي گوڏ ٻڌندا آهن ۽ ٺڪر جي ڪونڊيءَ يا پاٽ تي ويهاري طُهرائيندا آهن. طهر بعد ڇوڪر کي سڄايل هنڌ تي ٻنهي پاسن کان وهاڻا ڏئي، سڏو ڪري سمهاريو ويندو آهي. سندس ڪاڏو خاص هوندو آهي. ٽن ڏينهن کان پوءِ ٻار اٿي هلندو آهي. انهيءَ وچ ۾ حجام روزانو خبرچار پيو وٺندو آهي. ٻورو ۽ دوائون ڏيندو آهي. اڄڪلهه طهر ڊاڪٽرن کان پڻ ڪرايو ويندو آهي.

**خٽڪ** (قبيلو): خٽڪ ڪرلاني افغانن جو هڪ قبيلو آهي. هن قبيلي جا اڪثر ماڻهو خيبر پختونخوا صوبي ۾ رهن ٿا. هن قبيلي جي اصليت بابت عالمن ۾ اختلاف آهي. اسلامي دؤر جي آغاز وقت خٽڪ قبيلي جا مختلف سلسلا ڪوهه سليمان ۾ آباد هئا. ان کان سواءِ خٽڪ ڪوهه سليمان ۽ سنڌو درياهه جي وچ وارن ميدانن ۾ به آباد رهندا اچن. مشهور پشتو شاعر خوشحال خان خٽڪ پنهنجي قبيلي جي تاريخ به لکي هئي. خوشحال خان خٽڪ، پنهنجي قبيلي جو سردار، محب وطن شاعر ۽ مغل بادشاهن جو سخت مخالف هو. خٽڪن جا مشهور ماڳ، اڪوڙه خٽڪ، شهباز ڳڙهه، ڪالاباغ ۽ مڪڊ آهن. خٽڪ بهادر ۽ ويڙهاڪ آهن. ان سان گڏ محنتي، همت ڀريا، هوشيار هاري، واپار ۽ ڪاروبار جا ماهر آهن. هن ذات وارن ۾ جبار خٽڪ مشهور سماجي اڳواڻ جيڪو "عوامي آواز" جو چيف ايڊيٽر به آهي.

**خٽڪ، اجمل**: پشتو ٻوليءَ جي نامياري شاعر، اديب ۽ سياستدان اجمل خٽڪ ولد حڪمت خان خٽڪ جو جنم 1924ع ڌاري ڳوٺ اڪوڙا خٽڪ، ضلعي پشاور ۾ ٿيو. ثانوي تعليم مڪمل ڪرڻ ڪانپوءِ تعليم کاتي ۾ استاد مقرر ٿيو. ان دوران سندس ادب سان به واسطو رهيو. منشي فاضل، ايف. اي ۽ بي. اي جو امتحان پاس ڪيائين. ريڊيو پاڪستان پشاور ۾ اسڪرپٽ رائيٽر ۽ روزاني 'انجام' پشاور جو ايڊيٽر ٿي رهيو. اجمل خٽڪ



ون يونٽ جو سخت مخالف هو. عوامي نيشنل پارٽيءَ جو مرڪزي اڳواڻ رهيو. ڪجهه عرصي تائين افغانستان ۾ جلاوطن به رهيو. بينظير ڀٽو جي حڪومت ۾ 1990ع کان 1993ع تائين قومي اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. مارچ 1994ع ۾ ڇهن سالن لاءِ خيبر پختونخوا صوبي جي سينيٽ ۽ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر رهيو. هن اردو ۽ پشتو ٻولين ۾ شاعري ڪئي آهي. سندس شاعريءَ جو مجموعو 'جلاوطن کي شاعري' مشهور آهي. 1960ع واري ڏهاڪي جڏهن شيخ اياز، محمد ابراهيم جويي ۽ پاڪستان جي ٻين ترقي پسند اديبن 'عوامي ادبي انجمن' قائم ڪئي ته ان ۾ اجمل خٽڪ به شامل رهيو ۽ هن تنظيم جي اوائلي پڌرنامي تي فيض احمد فيض، جوش مليح آبادي ۽ اجمل خٽڪ جا دستخط آهن. اجمل خٽڪ، 7 فيبروري 2010ع تي پشاور ۾ وفات ڪئي.

**خٽڪ، خالد خان**: خالد خان خٽڪ قرق ضلعي جي هڪ ڳوٺڙي ٽيري ۾ 22 سيپٽمبر 1946ع تي جنم ورتو. هن پشاور يونيورسٽيءَ مان ايم. اي اردو (گولڊ ميڊل) ايم. اي پشتو (فرسٽ ڪلاس فرسٽ)، ايم. اي اسلاميات ڪئي. 1978ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان 'سنڌي، پشتو اور اردو ڪي لساني روابط' عنوان سان تحقيقي مقالو لکي پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. خالد خٽڪ 1973ع کان 1978ع تائين حيدرآباد ۾ رهندي سنڌي ٻوليءَ جي نامارن عالمن ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي ۽ ڊاڪٽر قاضي خادم کان سنڌي سکيو. ڊاڪٽر خالد خان خٽڪ جي سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪيل هيءَ تحقيق ۽ خدمت تحسين لائق آهي. هن مرڪزي سرڪار جي اسڪالرشپ تي لنڊن جي اسڪول آف اورينٽل اينڊ آفريڪن اسٽڊيز مان لسانيات جي تربيت حاصل ڪئي ۽ 1988ع ۾ پشتو ۾ به پي. ايڇ. ڊي ڪيائين. سندس رهنمائي، تاريخي لسانيات جي مشهور پروفيسر ٽيوڊورابائٽن صاحب ڪئي. سندس مقالي جو عنوان 'پشتو فعل جي حوالي سان پشتو گرامر جو مطالعو' هو.

خالد خان خٽڪ 1969ع کان سرحد سرڪار جي ڪاليجن ۾ پهريائين ليڪچرار پوءِ اسسٽنٽ پروفيسر ۽ ايسوسيئيٽ پروفيسر ٿيو. هن کي نه صرف اردوءَ تي مڪمل دسترس آهي، پر هو سنڌيءَ تي به مڪمل مهارت رکي ٿو.

**خٽڪ، عبدالجبار**: نامياري صحافي، روزاني 'عوامي آواز' جي چيف ايڊيٽر ۽ پبلشر ڊاڪٽر عبدالجبار خٽڪ 3 سيپٽمبر 1954ع تي ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. هن 1986ع ڌاري ايم. بي. بي. ايس جي ڊگري ورتي. شاگرديءَ واري زماني ۾ هي ڊيموڪريٽڪ اسٽوڊنٽس فيڊريشن (DSF) جو سرگرم اڳواڻ رهيو. هن ماڊل ڊڪٽيٽر ضياءُ الحق جي مارشل لا واري دؤر ۾ مختلف وقتن تي چار سال قيد به ڪاٽيو. 1972ع ۾ ڊاڪٽري پڙهڻ دوران صحافت جو آغاز ڪيائين ۽ اڳتي هلي روزاني سنڌي اخبار 'عوامي

آواز' جي سرواڻ طور جديد سنڌي صحافت ۾ نالو ڪڍيائين. هن اخبار جي چپائيءَ ۾ جديد ڪمپيوٽرائيزڊ ٽيڪنالوجي استعمال ڪئي وئي. 'عوامي آواز' پهرين سنڌي اخبار هئي، جيڪا ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿي پڌري ٿي. سنڌيءَ ۾ پيج ميڪنگ ۽ سنڌي ورڊ پروسيسر جو استعمال به سڀ کان اڳ عوامي آواز اخبار ۾ ڪيو. ڊاڪٽر جبار خٽڪ صحافت ۾ نوان لاڙا



متعارف ڪرايا. هن سنڌ پريس انٽرنيشنل (SPI) نالي پهرين سنڌي نيوز ايجنسيءَ جو بنياد وڌو. 1996ع کان 1999ع تائين اي. پي. اين. ايس جو جوائنٽ سيڪريٽري رهيو ان کان سواءِ ڪائونسل آف نيوز پيپر ايڊيٽرس (PNE) جو به دفعا (2003-2005ع) تائين سيڪريٽري جنرل رهيو. 2006ع ۾ ان ڪائونسل جو وائيس پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. ڊاڪٽر جبار سائوٿ ايشيا فري ميڊيا ايسوسيئيشن (SAFMA) جو جوائنٽ سيڪريٽري به رهيو آهي. هن مختلف سماجي تنظيمن سان گڏجي انساني حقن لاءِ آواز اٿاريو آهي. عبدالجبار خٽڪ عوامي آواز اخبار سان گڏ "پاڪ" اخبار به جاري ڪئي. سندس سرپرستيءَ ۾ نڪرندڙ اخبار عوامي آواز ۾ ڪم ڪندي ڪيترا صحافي پوءِ مشهور ٿيا ۽ ايڊيٽر بڻيا. ناليوارو صحافي فقير محمد لاشاري، امداد اوڍو، خير محمد جوڻو، غلام نبي چانڊيو، يوسف شاهين، ظهير ميراڻي، اسد چانڊيو ۽ ٻيا ڪيترائي عوامي آواز ۾ ڪم ڪري چڪا آهن. سيپٽمبر 2010ع کان سندس ادارت هيٺ هفتيوار عوامي آواز سنڌي مئگزين پڻ نڪري رهيو آهي، جنهن کي قاسم راڄپر ۽ شاعر رڪيل مورائي سنڀاليندا آهن. جبار خٽڪ جي آتم ڪٿا 'جل مشعل جل' 2010ع ۾ ڇپجي چڪي آهي.

**خپلو**: گلگت بلتستان جي انتهائي خوبصورت وادي، جيڪا اسڪردو کان 103 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي. هيءَ وادي لداخ جي پرسان نانگا پربت جي ڏکڻ ۾ شليوڪ ۽ ان جي ساٿي درياهن جي ڪناري تي ڦهليل آهي. هتي هزارين سالن جي تهذيب جا آثار ملن ٿا. علائقي ۾ راجا خاندان ۽ وزير خاندان جا چند گهراڻا اڃا به آباد آهن. جيڪي هڪ ٻئي وٽان ٿي



خپلو وادي

شاديون ڪن ٿا. اهڙي ئي هڪ پراڻي راجا خاندان جو محل خپلي ۾ مٿاهين چوٽيءَ تي موجود آهي. خپلو واديءَ جا پراڻا رهواسي لداخ ۽ تبت جي رهواسين وانگر ٻڌمت جا پيروڪار هئا. 786هه/ 1384ع ۾ سيد علي همداني ڪشمير مان اسلام جي دعوت ڪڻي بلتستان آيو ۽ خپلي جي ٻڌ راجا ۽ ان جي رعيت اسلام قبول ڪيو. هتي ايشيا جي هڪ خوبصورت خانقاهه آهي، جيڪا فن تعمير جو خوبصورت مثال آهي. ان جو بنياد مير سيد علي همدانيءَ رکيو هو ۽ جنهن کي مير شمس الدين عراقيءَ تڪميل تي پهچايو هتي هڪ مسجد آهي، جنهن کي 'شياخ چن' به چوندا آهن، جنهن جو مطلب آهي 'انصاف جي مسجد'.

**خچر** (Mule): گڏهه ۽ گهوڙي مان پيدا ٿيندڙ جانور، جيڪو دنيا جي ڪيترن ئي علائقن ۾ بار کڻڻ لاءِ استعمال ٿيندو آهي. خچر جا ڪن ۽ منڊي گڏهه جهڙا



ٿين، جڏهن ته قدبت گهوڙي وانگر هوندو آهي، برداشت جي طاقت، هلڻ ۽ عمر جي لحاظ کان هيءَ جانور گڏهه يا گهوڙي کان بهتر آهي، جهن کي بار ڍوئڻ لاءِ استعمال ڪيو وڃي ٿو. خاص ڪري جابلو علائقن ۾ خچر بار کڻڻ لاءِ نهايت موزون ثابت ٿيندو آهي. سنڌ جي اتر واري علائقي، دادو، لاڙڪاڻي، جيڪب آباد ۾ هنن جو نسل موجود آهي.

**خچرپور** (ديهه): تعلقي ڏوڪريءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خچرپور، ناگو شاهه، سونهارو گاڏي، ڪبراڻي، ڪوڙو جوڻيجو ۽ عثمان گاڏهي.

**خدا آباد**[1] (ديهه): تعلقي ڳڙهي خيري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'خدا آباد' نالي هڪ ڳوٺ شامل آهي.

**خدا آباد**[2] (ديهه): تعلقي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

برماڻي، جت ڳوٺ، مدراسي ڳوٺ، ڏونگر پنهور، مڱڻيجا، پوري پنهور، لوهار، پنڊ ڳوٺ، پوريجا، خدا آباد، باريجا ڳوٺ، لنڊ جو ڳوٺ، سردار محمد پنجابي، خشڪن جا گهر، ابراهيم چانڊيو، پليو لوهر ۽ باغ علي قريشي.

**خدا آباد**[3] (شهر): ميان يار محمد ڪلهوڙي کي جڏهن شاهي دربار مان 1701ع ڌاري 'خدايار خان' جو خطاب مليو ته هن دادوءَ کان ڏکڻ طرف ستن ميلن جي مفاصلي تي خدا آباد نالي شهر ٻڌايو. هن شهر جو بنياد ڪلهوڙن



جي حاڪم ميان يار محمد ڪلهوڙي وڌو. ميان يار محمد ڪلهوڙي ۾ ان ڏينهن کان وٺي مغلن خلاف انتقامي جذبو موجود هو. جڏهن مغلن سندس ڀاءُ ميان دين محمد کي ملتان ۾ قتل ڪرايو. ان کان پوءِ ميان آدم شاهه ڪلهوڙي کي به مغل سامراج قتل ڪرايو. ميان آدم شاهه 'ميان وال' تحريڪ جو باني بزرگ هو. ان کان پوءِ ميان وال تحريڪ کي ميان نصير محمد زور وٺرايو. ان کي به مغلن گواليار ۾ قيد ڪري رکيو هو، پر هو اتان ڀڄي آيو. ميان نصير محمد کانپوءِ ميان دين محمد ۽ ميان يار محمد ڪلهوڙي ميان وال تحريڪ جون واڳون سنڀاليون مغلن ۽ ڪلهوڙن جي وچ ۾ 'ڪوڙ' واري جنگ لڳي، جنهن ۾ مغلن جو ڪافي نقصان ٿيو. ميان يار محمد کي معاهدن لاءِ قلات هليو ويو. پويان مغلن قيصر خان پنهور سان گڏجي ميان دين محمد کي شهيد ڪري وڌو ۽ قيصر خان کي سامتاڻي پرڳڻو انعام ۾ ڏنو. هن سامتاڻين جي آس پاس واريون زمينون پڻ پنهنجي قبضي ۾ ڪيون. ميان جي مريدن ۽ معتقدن قلات ۾ وڃي سڄي روئداد



ميان يار محمد ڪلهوڙي جو مقبرو

ميان يار محمد کي ٻڌائي. جنهن تي ميان يار محمد ڪاوڙ ۾ انتقام وٺڻ لاءِ ڀڙڪي اُٿيو. خاص مريدن ۽ معتقدن سان صلاح مشورا ڪري واپس وريو ۽ طئي ڪيو ويو ته: (1) ڀيءُ ۽ ڀاءُ (ميان محمد ۽ ميان دين محمد) واري گاديءَ وارو هنڌ يعني مرڪزي گاديءَ جو هنڌ ٻيو مقرر ڪجي، (2) پهرين پلاند مغلن جي دوست قيصر خان پنهور سان ڪجي.

اهو فيصلو ڪري هو قلات مان نڪتو ۽ پنهنجن ٻن پٽن ميان نورمحمد ۽ ميان دائود کي قلات جي واليءَ وٽ پابند ڪري منزلون طئي ڪري منڇر جي ڪُور کان ٿيندو شاهه حسڻ جي ڳوٺ کان لنگهي راتو رات سامتاڻين جي ڳوٺ قيصر خان پنهور مٿان اچي ڪڙڪيو ۽ هن قيصر خان کي چوائي موڪليو ته: "جي ڪو به نقصان نه ٿو چاهين ته خاموشيءَ سان ملڪ ڇڏي وڃ ۽ جي رتو ڇاڻ چاهين ٿو ته هيءَ تلوار وٽ ۽ مقابلو ڪر". قيصر خان پنهور ٻڃي ملڪ ڇڏڻ لاءِ تيار ٿي ويو ۽ راتو رات درياهه پار ڪري نوشهري فيروز طرف هليو ويو. انهيءَ دوران سڄو پرڳڻو ميان صاحب جي وفادار سپهه سالارن ميان اوڍاڻي، ڏونگر مگسي، گاجي شاهه ڪوسي، شاهه گودڙيي، فقير فتح محمد لاشاري، فقير گلزار علي لنڊ، فقير ڏتل ڪهاوڙ، فقير چاڪرخان شاهاڻي، منگي جتوئي، فقير گل محمد، فقير جان محمد ڏاهري ۽ ٻين جي گهيري ۾ رهيو. ميان صاحب سان گڏ قيصر خان پنهور سامهون راڄو ليڪي، ميرڻ سولنگي، شهدادخان لانگاهه، بهليل شاهه ۽ قيصر خان جا گرفتار ٿيل محافظ هئا.

اها يار محمد ڪلهوڙي جي پهرين فتح هئي، جيڪا بغير ڪنهن خون خرابي جي ٿي، ان لاءِ اڄ تائين چوڻي آهي ته ميان يار محمد ڏنڊي سان حڪومت ورتي هئي، ان ڏينهن کان پوءِ ميان يار محمد ڏنڊائي حاڪم مشهور ٿيو. ميان صاحب هڪدم پوءِ سامتاڻين، منگڻيجن جي ڳوٺ ۽ شڪارپور پنهواريءَ (اڄڪلهه جنهن کي ڦڪا ڇئجي ٿو،) جي وچ ۾ خيما کوڙايا ۽ اتي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو ۽ اُن جو يڪراءِ نالو 'خدا آباد' رکيو ويو. هي شهر ڪلهوڙن جي بادشاهي ختم ٿيڻ کان پوءِ به ساڳئي نالي سان اڄ سوڌو دائم ۽ قائم آهي. خداآباد کي گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪرڻ جو سبب اتان جي جاگرافيائي صورتحال هئي، جو ته خدا آباد کي هڪ طرف کان سنڌو درياهه هو، ٻئي طرف اولهه کان کير ٿر جبلن جي قطار ۽ منڇر ڍنڍ، ڏکڻ کان ڀڄي ٿوڙهي وارو لنگهه ۽ جبل ۽ اتر کان ميداني علائقو هو. ان ڪري ميان يار محمد گاديءَ جو هنڌ 'ڳاڙهيءَ' مان مٽائي خدا آباد ڪرايو. خدا آباد جو شهر 10 کان 12 ميلن تائين پکڙيل هو. هن شهر جون حدون اتر کان ڏکڻ طرف يعني سامتاڻين جي ڳوٺ کان ڪوٽ لشاري (ٽلٽيءَ جي پرسان) تائين ۽ اولهه کان اوڀر طرف ميان يار محمد جي ڦڪن ۾ موجود مقبري کان هڪ ميل پوئتي کان ويندي 'نورجا پٽڻ' ڳوٺ تائين هيون. ميان يار محمد ۽ ميان نور محمد جي وقت ۾ بادشاهي مسجد يا ريلوي اسٽيشن کان وٺي ميان جي مقبري تائين، پنجاهه ايڪڙن تي ميان صاحب جون محلاتون، دربار، باغ باغيچا، مسجد وغيره موجود هيون. ٻيو شهر اڳتي ۽ پاسن سان هو. اهوئي سبب آهي، جو ٻاهريان سياح خداآباد جي خوبصورتيءَ کي بيان ڪرڻ کان سواءِ رهي نه سگهندا هئا. هن شهر جي وچ مان نور واهه جو ننڍو وهڪرو به هو، جتي ميان صاحب جي تفريح لاءِ ٻيڙيون بيٺل هونديون هيون. هن شهر جي اوڀر ۾ هڪ بچاءَ بند جا نشان اڄ به موجود آهن، جيڪو شهر کي آبڪلاڻيءَ جي موسم کان بچاءَ لاءِ ميان يار محمد ٻڌرايو هو. خدا آباد جي اولهه ۾ ڪافي ميلن کان نور واهه جا ڦٽل نشان اڄ به موجود آهن، جيڪو واهه پڻ ميان يار محمد کوٽرايو هو. اهو ناري کان نڪري، ڦِري منڇر ۾ ڇوڙ ڪري ٿو.

مسجد کان ميل کن جي فاصلي تي اتر طرف ڊٺل ڪوٽ جا نشان به ڪافي حد تائين ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جنهن جون ڀتيون ڪچيون، اٽڪل 20 فوٽ کن ويڪريون ۽ 50 فٽ کن اوچيون موجود آهن. هر فرلانگ تي مورچو ٺهيل نظر ايندو، جنهن جي ويڪر 30 فوٽن کان به مٿي آهي ۽ هر مورچو ڪوٽ واري ڀت کان ٻاهر نڪتل نظر ايندو. ان ڪوٽ جي آخري ڇيڙي کان نور واهه وهندو هو، جيڪو خندق جو به ڪم ڏيندو هو. انهيءَ ڪوٽ جا نشان ميان يار محمد جي مقبري لڳ ختم ٿين ٿا. ڪوٽ، وچ مان ڪِري چڪو آهي، پر پوءِ به نشان شاهديءَ طور موجود آهن. ڪوٽ جي پهرئين مورچي کان اڌ ميل جي فاصلي تي 'مائي ستي جتيءَ' جو قبرستان آهي، جنهن تي مقبرو اڏيل هو. مقبري جو گنبذ وقت گذرڻ سان ڊهي پٽ پئجي ويو آهي. مسجد، مقبري ٽوڙي قبرستان ۾ ساڳيون سرون استعمال ٿيل آهن. هي

مقبرو ميان يار محمد پاڻ ٺهرايو هو. سندس مقبري کان 40 قدمن تي گهر جا نشان موجود آهن. جتي ڪافي ٺڪرائو موجود آهي. ان گهر ۾ هڪ کوهه هو، جيڪو تازو لٽيو ويو آهي، جنهن جا نشان به موجود آهن. هتي ڪافي کوهه نظر ايندا. جن سيني جي جڙاوت ۽ سرن جو نمونو هڪجهڙو آهي. اهڙا 40 کن کوهه اڄ به موجود آهن. اڄ به هنن کوهن تي نار ۽ مشينون رکي ماڻهو آبادي ڪن ٿا. ڪوٽ جي پٽ لڳ وڏي خندق هوندي هئي، جنهن ۾ پاڻي هر وقت موجود هوندو هو. خندق جا نشان اڄ به موجود آهن.

ميان صاحب جو محل موجوده مقبري جي اوڀر اتر طرف موجوده روڊ جي ساڄي پاسي هوندو هو، جنهن لاءِ ڪافي روايتون ملن ٿيون. هن محلات جي اترين پٽ اڄ به موجود آهي، جيڪا ڪافي ڊگهي آهي، ان جي مٿان چڙهي نهاربو ته هيٺ تمام وڏي خندق ڏسبي. ميان صاحب پنهنجو تختگاهه گهر جي ڀرسان رکيو هو، جتي هينئر سندس مقبرو آهي. مقبري جي ڪاٺ جي چبوتري اندر ڪلنڊڙ دريءَ جا نشان به موجود آهن. روايتن مطابق ميان صاحب وفات ڪرڻ مهل وصيت ڪئي هئي ته: ”مون کي منهنجي تخت گاهه اندر دفن ڪيو وڃي“. جيڪا وصيت ميان نور محمد پوري ڪئي. مقبري اندر موجود ٽي قبرون ميان يار محمد ڪلهوڙي، سندس پٽ ميان محمد خان ۽ سندس پوٽي ميان محمد شفيع جون آهن. ميان يار محمد توڙي ميان محمد خان جي قبرن تي ڪو به ڪتبو لکيل نه آهي، البته ميان محمد شفيع جي قبر تي قرآني آيتن سان گڏ سندس نالو ۽ وفات جو سن لکيل آهي. مقبري جي اڳيان ڪوٽ اندر ڪافي ننڍا ننڍا مقبرا ٺهيل آهن ۽ ڪافي قبرون به آهن. هڪ ننڍي چبوتري واري مقبري ۾ ميان يار محمد جون ٻه گهرواريون دفن ٿيل آهن. جن مان هڪ محمد خان جي ماءُ ۽ ٻي ميان نور محمد جي ماءُ چيون وڃن ٿيون. ميان نور محمد ڏاڏي پوٽيءَ مان هو ۽ ميان محمد خان ٻيءَ ذات جي زال مان هو. تنهنڪري روايتن مطابق پڳ جو ڏٽي هن پنهنجي هوندي پنهنجي پٽ نور محمد کي مقرر ڪيو هو. ساڳئي وقت نور محمد، ميان يار محمد جو وڏو ۽ پهريون نمبر فرزند هو. مقبري جي اولهه ۾ آخري اتر اولهه ڪنڊ تي مراداياب جو مقبرو ٺهيل آهي. ٻاهران ڏکڻ ۾ ميان غلام حسين ۽ ٻين جا ننڍا ننڍا مقبرا ٺهيل آهن، پر تصديق نه ٿي ٿئي.

اها سنڌ جي تاريخ جي بدقسمتي آهي ته مغلن کان سنڌ واپس وٺندڙ ميان يار محمد ڪلهوڙي، مغلن جي رضامنديءَ ۽ اقتداري مصلحتن هيٺ زميندارن ۽ مير شهداد خان سان گڏ، وڏو لشڪر چاڙهي، ڇهن مهينن جي جنگ بعد قرآن پاڪ وچ ۾ ڏئي، دغا سان شاهه عنايت شهيد جهوڪ واري کي شهيد ڪرايو هو. ان ڪري اڄ ڏينهن تائين جهوڪ جي درگاهه تي ڪلهوڙن کي اچڻ نه ڏيندا آهن.

موجوده خداآباد شهر جي مڊل اسڪول وٽ ڪوٽن جا نشان اڄ به موجود آهن ۽ پويان ڪجهه دڙن جا نشان آهن. ڪوٽ لاءِ چيو وڃي ٿو ته ميان يار محمد اهو ننڍو محلات پنهنجي پٽ نور محمد لاءِ ٺهرايو هو باقي دڙن لاءِ روايت آهي ته اها ميان صاحب مينا بازار ٺهرائي هئي، جتي عورتون دڪانداري ۽ خريداري ڪنديون هيون، ٻاهران تحفظ لاءِ سپاهه بيٺل هوندو هو. ڪنهن کي به بدامنيءَ جي جرئت نه ٿيندي هئي.

موجوده خداآباد شهر جي اوڀر ۾ مک رستي لڳ ميان يار محمد ڪلهوڙي جي ٺهرايل بادشاهي مسجد اڄ به سندس ياد تازي ڪريو بيٺي آهي. مسجد جي اڳيان هڪ عاليشان تلاءُ ٺهيل هو، پر ان جون سرون ماڻهو پٽي کڻي ويا. تلاءَ کي نور واهه جي پاڻيءَ سان ڀريو ويندو هو ۽ تلاءَ جو خراب پاڻي وري ٻئي پاسي نور واهه ۾ پوندو هو. جتان اڳتي وڃي نور واهه ڦٽي ۾ ڇوڙ ڪندو هو. تلاءَ يا مسجد جي اتر ۾ ڪجهه جاين جا ڦِٽل نشان موجود آهن، جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهو ميان صاحب جو ريسٽ هائوس هو، جتي نماز پڙهي اتي ڪجهه وقت ويهي ٻاهرين ماڻهن سان ملاقات ڪندو هو ۽ اتي به ٻاهرين پرڳڻن جي ماڻهن کي ترسايو ويندو هو. ان جي ڀرسان گل شاهه پير رکيل آهي، جنهن لاءِ روايت آهي ته شاهه ڀٽائيءَ جو همعصر هو. جنهن جي ميان صاحب ڏاڍي عزت ڪندو هو. شاهه عبداللطيف ڀٽائي جڏهن خدا آباد آيو هو ته اتي هن بزرگ وٽ قيام ڪيو هئائين. مسجد جي ڏکڻ ۾ هڪ بزرگ جي مزار آهي، جيڪو ذات جو قريشي هو. جنهن لاءِ روايت آهي ته اهو ميان صاحب جي ٺهرايل بادشاهي مسجد جو پهريون پيش امام هو. ان جا پونيرا اڄ به مگٽيجن جي ڳوٺ ۾ رهن ٿا. اتي هڪ عاليشان هاسٽل ٺهيل هوندي هئي، جتي مدرسي جا طالب علم رهندا هئا. مسجد ۾ هڪ عاليشان مدرسو هوندو هو، جتي ٻاهر جا شاگرد پڙهندا هئا. وڏا عالم ۽ بزرگ شاگردن کي فقهه ۽ صرف و نحو کان سواءِ تاريخ،



خدا آباد واري مسجد

جاگرافي، فنون لطيفه، زراعت، فلڪيات وغيره جي تعليم ڏيندا هئا. هن مدرسي ۾ هڪ وڏي لائبريري هئي، جيڪا ميان نور محمد کي ورثي ۾ ملي هئي، جنهن کي نادر شاهه ساڙائي ڇڏيو هو. خداآباد جي اتر اوڀر ڪنڊ تي دو آبي جو ڳوٺ آباد هو، جيڪو اڄ به موجود آهي.

ميان يار محمد ڪلهوڙي 18 سال حڪومت ڪئي. ميان يار محمد پنهنجي حڪومت جي ارڙهن سالن دوران ڪافي عرصو جنگين ۾ گذاريو. گنجابه جي علائقي فتح ڪرڻ وقت بروهين جي سخت مخالفت سان منهن ڏيڻو پيس، جو دائودپوٽا اندروني طور بروهين جي مدد ڪري رهيا هئا. ساڳئي وقت ميان صاحب جا ٻه فرزند ميان ن ور محمد ۽ ميان دائود خان قلات ۾ قيد هئا. ان ڪري ٻکر ۽ سيوهڻ هٿ ڪرڻ کان پوءِ ميان جو سڄو زور سبي، ڍاڍر ۽ گنجابه تي هو ته جيئن اهو علائقو فتح ڪجي. ميان يار محمد جڏهن گنجابه جو علائقو فتح ڪيو ته مغلن سندس طاقت کي تسليم ڪندي کيس ’خدا يار خان‘ جو لقب ڏنو. ميان يار محمد جي طاقت کي ڏسي دائود پوٽن کي به خطرو ٿيو ۽ مغلن کي التجا ڪيائون ته سندن ميان يار محمد سان ناهه ڪرايو وڃي، جنهن تي مغلن ميان يار محمد کي خط لکيو ته اسان

هيٺين شرطن تي اوهان کي 'خدا يار خان' جو لقب ڏيون ٿا: (1) پاڙيسرين ۽ اسان (مغلن) سان ڪابه واعدي خلافي ۽ هٺ چراند نه ڪبي (پاڙيسرين مان مراد دائود پوٽا ۽ ٽنو سرڪار هئي). (2) عوام تي وڏ ۾ وڏ خرچ ڪيو وڃي ۽ اسان کي به خراج ملڻ کپي. (3) امن امان رکيو وڃي ۽ سرحدي لڪن جي حفاظت ڪئي وڃي. (4) سلطنت ايران جي هر خبر فوري طور مغل شاهي دربار ۾ پهچائي وڃي. هوڏانهن بروهين، ميان جي اولاد کي تڪليفون ڏيڻ شروع ڪيون. پر گنجابه جي فتح کان پوءِ بروهين جا ڪيترا امير ۽ فوجي سپهه سالار قيد ٿي خدا آباد پهتا ۽ ڪيترا اتي ئي قتل ڪيا ويا. گنجابه جو علائقو ميان صاحب پنهنجي ماتحت رکيو. باقي قيدين کي پٽن جي عيوض ۾ آزاد ڪرايائين. ميان يار محمد مغلن جا شرط قبول ڪيا، حالانڪ دائودپوٽن تي بروهين سان ساٿ ڏيڻ تي ڪيس سخت ڪاوڙ هئي. مغل ۽ ميان جي ٺاهه دوران هڪ اهم واقعو ٿيو جنهن تي مغل ڪاوڙجي پيا ۽ ڪانئس وضاحت طلب ڪيائون. هي واقعو تاريخ ۾ موجود آهي، پر ان جي ڪا به وضاحت نه آهي. هڪ روايت مطابق ميان صاحب ميرڻ سولنگيءَ کي حڪم ڏنو هو ته منجروٽ هڪ وڏو قلعو تعمير ڪيو وڃي. ميرڻ سولنگي ميان نصير محمد کان وٺي ڪلهوڙن جي وفادار ساٿين ۾ جنرل طور شمار ٿيندو هو. هن ميان يار محمد جي وفات کان ڪجهه عرصو اڳ وفات ڪئي هئي. سندس مزار به منجر ڍنڍ جي ڪپ وٽ سندس ٺهرايل قلعي جي پرسان آهي، جنهن تي گاجي شاهه جي ميلي کانپوءِ ميلو لڳندو آهي.

ميرڻ سولنگي قلعي جو ڪم شروع ڪرايو ته اها خبر مغلن کي دهليءَ ۾ پئي، مغلن حڪم موڪليو ته قلعي جي تعمير جلد بند ڪرائي وڃي، جنهن تي ميان يار محمد مغلن کي جواب موڪليو ته ميرڻ سولنگيءَ جو هو ضامن آهي. ان جواب تي مغل اطمينان ڪري ويهي رهيا ۽ وڌيڪ ڇيڙڇاڙ نه ڪيائون. هن ڪوٽ کي 'ميرڻ ڪوٽ' سڏيو وڃي ٿو جنهن جا ڪافي نشان اڄ به موجود آهن. ميان يار محمد کانپوءِ ميان نور محمد تخت نشين ٿيو. سندس بهترين ساٿين مان فوجو فقير، گاجي شاهه، شاهه گودڙيو، ميرڻ سولنگي، جگو جمالي، بهليل شاهه ۽ ٻيا ڪيترا ساٿي وفات ڪري ويا، جن جي ڪري يار محمد اڪيلو ٿيندو ويو. ميان يار محمد وفات مهل پنهنجي پٽ نور محمد کي 30 صفحن تي هڪ وصيت نامو لکي ڏنو هو، جنهن ۾ طرز حڪومت کان وٺي رعيتي راڄ تائين طور طريقا لکيل هئا، جنهن تي ميان نور محمد عمل ڪيو، جنهنڪري هن ڪافي سال حڪومت ڪئي.

خدا آباد جي تباهيءَ جو ٻيو سبب اهو هو ته ميان نور محمد جڏهن نادر شاهه جي حملي کان ڊڄي يا بچاءَ خاطر عمرڪوٽ ويو ته عوام ڪافي دل شڪستو ٿي، هن شهر کي الوداع ڪرڻ شروع ڪيو جنهن ۾ واپاري طبقو خاص هو ماڻهو نادر شاهه جي ظلم جو اندازو دهليءَ جي ڪوس مان لڳائي چڪا هئا. ان ڪري عوام ۾ هراس پکڙجي ويو وري جڏهن حاڪم گاديءَ جو هنڌ ڇڏي ٻئي پاسي ويو ته ماڻهن ۾ فطري طور ڊپ ۽ هراس وڌي ويو تنهنڪري ڪيترا واپاري، عالم فاضل ۽ عام ماڻهو هن شهر کي ڇڏي ٻين شهرن ۾ وڃي آباد ٿيا ۽ وڻج واپار ڪيائون.

خدا آباد جي تباهيءَ جو ٽيو سبب هيءُ هو ته ميان نور محمد کي گهڻيون زالون هيون، جيڪي مختلف ذاتين مان هيون، جنهنڪري سيني پٽن جي پاڻ ۾ اڻ بڻت هئي، جيڪا تاريخن ۾ موجود آهي، جنهن جو اثر گاديءَ واري هنڌ خدا آباد ۽ اتان جي عوام تي پوڻ شروع ٿيو خود ميان نور محمد پنهنجي پياري زال ڏاهرياڻي جي چوڻ تي شاهپور جهانيان واري پاسي گاديءَ جو هنڌ بدلائڻ جو سوچيو ۽ اتي قلعا ۽ ڪوٽ جوڙائڻ جو حڪم ڪيائين. ان جو نالو 'محمود آباد' رکيو ويو ۽ آخري وقت ۾ ڪيس دفن به اتي ئي ڪيو ويو. ميان نور محمد جي پٽن جي اڻ بڻت سبب هر پٽ پنهنجو مرڪز ٺهي هنڌ ڪرڻ پئي چاهيو. ڪڏهن محمود آباد پئي ڪيائون ته ڪڏهن الهه آباد ته ڪڏهن خدا آباد نئين، جيڪا هالا جي پرسان آهي، تنهنڪري هن شهر جي اصليت ختم ٿي وئي. آخر ميان غلام شاهه ڪلهوڙي خدا آباد ضلعي دادوءَ واري گاديءَ واري هنڌ کي ختم ڪري موجوده حيدرآباد کي پنهنجيءَ گاديءَ جو هنڌ مقرر ڪيو اتي ڪچو ۽ پڪو قلعو جوڙايائين.

خدا آباد جي تباهيءَ جو ٿيون سبب اهو هو ته جڏهن ميان عبدالنبي خان، مير بجار خان بلوچ کي قتل ڪرايو ته ان باهه جو بلوچن کي تاءُ آيو ميان عبدالنبي پاڻ ڀڄي ويو ۽ بلوچن پنهنجي انتقام اجهائڻ لاءِ خدا آباد کي باهيون ڏئي ساڙايو ۽ اتي قتل عام ڪرايو.

هن شهر جي تباهيءَ جو چوٿون سبب اهو آهي ته آخري ڏينهن ۾ خدا آباد ۽ ارد گرد تمام گهڻا ڇڙا وسيا، سخت ڇڙي سبب فصلن جي تباهي ٿي. موسم سانوڻيءَ جي هئي، ان ڪري درياهه جي پاڻيءَ بند ٽوڙي وڌو ۽ نور واهه کي به گهارو پيو جنهن سبب عمارتون، ڪوٽ ۽ ڪنگرا ڊهي پٽ پئجي ويا ۽ ڪافي ماڻهو ٻڏي ويا، ڪافي ماڻهن ٻين هنڌن تي وڃي پناهه ورتي ۽ اهڙيءَ طرح هي شهر پنهنجو ڪمال وڃائي ويٺو. اڄ صرف مسجد، مقبري، مائي ستي جتيءَ جي مقبري ۽ ڪوٽن جا ٽورا ٽڪرا سلامت آهن، باقي ٻيو سڀ ڪجهه پٽ پئجي ويو آهي. ڪوهه اڃا به سلامت آهن. مسجد واري تلاءُ جون سرون ماڻهو پٽي کڻي ويا، جاگيرن تي زوريءَ قبضا ڪيا ويا، جيڪي هينئر آباديءَ هيٺ آهن. اهڙيءَ طرح گاجي شاهه جي تجويز تي ٺهرايل هي تاريخي شهر هڪ ويران علائقو لڳي رهيو آهي. هن شهر جو ڪو به ڌڻي سائين نه آهي. مقبري ۽ مسجد جي حالت تمام خراب آهي، پر ان هوندي به هيءُ شهر اڄ به پنهنجي تاريخي حيثيت رکي ٿو. اڄڪلهه مسجد جو گنبذ ڪري پيو آهي، جنهن کي سنڌ آرڪيالاجي کاتو مرمت ڪرائي رهيو آهي. مسجد کي چوڌاري پٽ به ڏياري وئي آهي.

**خدا آباد** (ثاني): خدا آباد (ثاني) شهر، ڪلهوڙن جي آخري حاڪم ميان سرفراز خان عباسيءَ تعمير ڪرايو هو ۽ هي شهر ڪلهوڙن جو آخري تختگاهه هو. ميان غلام شاهه 1186هه/ 1772ع ۾ وفات ڪئي ته ڪيس حيدرآباد شهر جي وچ ۾ دفن ڪيو ويو ۽ ميان سرفراز خان سندس تخت



خدا آباد ثاني (هالا) ۾ موجود قديم مزارون

تي ويٺو. ميان سرفراز حيدرآباد ۾ رهي، پنهنجي حڪومت هلائي. تيمور شاهه، ميان سرفراز خان کي 'خدايارخاني' خطاب ڏيڻ سان گڏ ديري اسماعيل خان ۽ ديري غازي خان جا علائقا عطا ڪيا. هن گجرات ۽ ڪڇ ۾ سوڀون حاصل ڪيون. انهن سوڀن تان موٽندي ميان سرفراز نئين تختگاهه يعني 'خدا آباد ثاني' ۾ داخل ٿيو. هن بابت مير علي شير قانع ٺٽوي لکي ٿو ته: "ميان سرفراز خان شوال جي مهيني ۾ نئين آباد ڪرايل شهر خدا آباد ۾ پهتو." مير علي شير قانع ٺٽوي، غلام رسول مهر ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 'خدا آباد ثالث' واري خيال کي تسليم نه ڪيو آهي. خدا آباد ثالث جو خيال سڀ کان پهرين انگريز دور جي تاريخدان خانبهادر خداداد خان پنهنجي ڪتاب 'لب تاريخ سنڌ' ۾ ڏنو. مير علي شير قانع ٺٽوي ڪلهوڙا دؤر جو نامور محقق، اديب، تاريخدان، عالم ۽ شاعر خدا آباد اول ۽ خدا آباد ثاني هو جنهن ڪان پوءِ خدا آباد ثالث جو ذڪر نه ڪيو آهي. خدا آباد ثاني شهر ميان سرفراز خان ڪلهوڙي جي حڪم تي تعمير ٿيو. هي شهر موجوده هالا شهر کان اولهه ۾ ڏيڍ ڪلوميٽرن جي پنڌ تي تعمير ڪيو ويو هو. تختگاهه جي حيثيت ۾ هن شهر امن امان صرف هڪ سال ڏٺو. سرڪاري ۽ سياسي گڏجاڻين کان سواءِ ان هڪ سال ۾ هتي ادبي بيٺڪون به ٿيون ته مذهبي مناظرا به ٿي گذريا. ڊاڪٽر دائودپوٽي هن شهر ۾ عبدالرحيم گرهوڙيءَ ۽ ٻين مذهبي عالمن ۾ ٿيل هڪ مناظري جو به ذڪر ڪيو آهي. وقت جو حاڪم ميان سرفراز پاڻ عالم ۽ شاعر هو. خدا آباد ثانيءَ ۾ هن جي اردگرد گهڻائي عالم ۽ شاعر اچي گڏ ٿيا هئا. جلد ڪلهوڙن جو دور ختم ٿي ويو ۽ ٽالپر سنڌ جا حاڪم ٿيا. مير فتح علي خان خدا آباد ثانيءَ کي تختگاهه قائم رکيو. خدا آباد ثانيءَ ۾ سڀ کان نمايان مقبرو مير فتح علي خان جو آهي. ان ۾ مائي خيري (مير فتح علي خان جي والده)، مير بهرام خان، مير صوبدار خان، مير محمد علي خان، مير غلام علي خان ٽالپر ۽ مير صوبدار خان ثاني دفن ٿيل آهن. اتي ئي ٽنڊي آغا جي سيدن جا وڏا سيد عبدالهادي ۽ سيد ابراهيم شاهه پڻ دفن ٿيل آهن.

**خدا آباد جاگير:** تعلقي دادوءَ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ٺارو مگڻيجو، رڪيل پنڊ، خدا آباد ۽ مگڻيجا ڳوٺ.

**خدا آباد جو قلعو:** ميان يار محمد ڪلهوڙي جڏهن دادوءَ پرسان شڪارپور پهنورڪيءَ وٽ هڪ نئون شهر خدا آباد ٻڌايو ۽ اهو هنڌ حڪومت جو مرڪز بنائي ويٺو، ته هن شهر کي ٽي ڪوٽ ڏنل هئا، جن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

(1) **اندريون ڪوٽ:** هي ڪوٽ جي اندر حڪومت جو شاهي محل هو ۽ 'سهندي محل' جي نالي سان سڏبو هو. هتي سرڪاري عهديدارن جون جايون ٺهرايل هيون. هن ڪوٽ جي اندر جنگي سامان: بندوقن، توبن ۽ ٻئي بارود جي لاءِ خاص جاءِ جوڙايل هئي. ميان يار محمد ڪلهوڙي جا هاٿي به هن ڪوٽ اندر رهندا هئا. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ شاهي محل جي تمام گهڻي تعريف لکي وئي آهي. شاهي محل نزاڪتدار هو. ان جي بلندي پري کان ڏسڻ ۾ ايندي هئي. اڄ به اندرئين ڪوٽ جي اترين ٻانهين سالم صورت ۾ آهي، جيڪا ٻه ادائي سؤ وال ڊگهي ٿيندي. جامع مسجد جي اتر ۾ وڏي در وٽان هن ڪوٽ جو ٽڪر بيٺل نظر اچي ٿو. ڏکڻ ۾ ڦڪن کان ايندڙ رستي سان لڳ، ساڄئي ڪوٽ جي ڏاکڻي ٻانهينءَ جو ڳپل حصو به موجود آهي. باقي پاسن کان ڪوٽ زمين دوز ٿي ويو آهي. هينئر جيڪو نئون شهر خداآباد جو ٺهيل آهي، ان جي اتر ۾ هن قلعي جي جيڪا ٻانهين بيٺل آهي، ان کي ماپڻ سان پتو پوي ٿو ته ڪوٽ 15 فوٽ کن اتاهون ۽ 7-8 فوٽ کن ويڪرو آهي. هيءَ ويڪران جي پيڙهه جي ٻڌايل آهي.

(2) **ٻاهريون قلعو:** هن جي پٽين جا نشان پڌرا ڏسڻ ۾ اچي رهيا آهن. هي ڪوٽ ڳپل زمين والاري ٿو ۽ سڄي شهر خداآباد، اترئين ڪوٽ ۽ باغن کي ڦريل هو. هن قلعي جون پٽيون خدا آباد شاخ ۽ دادو روڊ جي پل وٽ ظاهر آهن. ڪوٽ جو هڪ پاسو شاخ جي اتر کان هلي، جان بيبيءَ جي مقبري وٽان لنگهي ڪريم داد پنهور جي گهر وٽ پهچي ٿو. اولهه طرف واري ٻانهينءَ ڪريم داد جي گهر وٽان نڪري، هاشم شاهه جي مقام جو اڀرندو طرف وٺي شاخ اڪري جاني جروار جي اوير کان مگڻيجن جو واٽر ڏئي، خدا آباد وليج ۽ مهدي شاهه جي اڀرندي کان هلي، عطا محمد رانجهاڻيءَ جي باغ وٽ اچي دنگ ڪري ٿي. ڏکڻ ۾ ڏاکڻي ديوار جا ڪي ٽڪرا موجود آهن، جيڪي دادو روڊ اُڪري ماهي پنڊ جي گهر آڏو دنگ ڪن ٿا. باقي اڀرندي طرف واريون ديوارن ناپيد آهن، تڏهن به خدا آباد شاخ جي پل وٽان بيهي ڏکڻ طرف نهاربو ته اڀرندي ڪوٽ جو مورچو ڪوٽ جي ان ٽڪر ۾ جڙيل ڏسجي ٿو جو اترين ٻانهينءَ کان اٽڪل 190 والن جي وڇوٽيءَ تي آهي. هن ڪوٽ کي چئني طرفن کان جنگي مورچا هئا. ڪوٽ جا پهريدار خطري وقت چئني طرفن کان سڏ سماءُ رکي سگهندا هئا. هن



خدا آباد جي قلعي جا آثار

قلعي ۾ ڪاريزه رستو تيار ٿيل هو، جتان دشمن جي ڪاهه وقت ڪوٽ مان سولائيءَ سان نڪري سگهبو هو.

(3) **ٽيون ڪوٽ:** هي ڪوٽ ميان جي ماڙيءَ کي ڏنل هو. اها ماڙي ميان يار محمد جي مقبري لڳ هئي. ميان جي ماڙيءَ وارو ڪوهه اڄ تائين مشهور آهي. ميان يار محمد جي مَٽي اڄ سوڌو انهي ڪوهه مان پريندا رهن ٿا. انهيءَ ماڙيءَ کي به چوڌاري هڪ ڪوٽ آيل هو. اُن ڪوٽ جي اولهندي پاسي جو ڪجهه ٽڪرا ايجا موجود آهي. ان هنڌ جي زمين آسپاس وارن هنڌن کان گهڻي مٿيري آهي، ان هنڌ جا جيڪي اهڃاڻ ملن ٿا، تنهن مان محسوس ٿو ڪجي ته انهي هنڌ جي برابر ٽيون ڪوٽ نڪتل هو. وڏي

ڇمار وارا ٻڌائن ٿا تہ اهو ڪوٽ ميان جي ماڙيءَ لاءِ نڪتل هو. انهن ٽنهي ڪوٽن جي ٻاهران ٻوڏن جي بچاءَ خاطر هڪ ذبردست بند ڏنل هو. جيڪو ڪيترن هنڌن تي اڃان تائين ظاهر نظر اچي رهيو آهي. خداآباد 1768ع کان پوءِ ڦٽندو رهيو آهي. شهر جا پوءِ ڪيترائي ماڻهو لڏي حيدرآباد ۽ ٻين شهرن ڏانهن وڃي رهائش پذير ٿيا. شهر ۾ قلعن جي سنڀال ڪا نہ رهي. آخرڪار دوآبي جي ٻوڏن هن قلعي جو گهڻو حصو زمين دوز ڪري ڇڏيو. طوفانن ۽ مينهن ۾ وڌيڪ ڍهندو ۽ پرندو ويو. هن ڪوٽ کي اٽڪل اڍائي سؤ سال گذري ويا آهن. تڏهن بہ ان جا ڪيترا نشان ظاهر بيٺا آهن. خداآباد جي آسپاس وارا هنڌ گهڻو ڪري ويران ۽ مقام بڻجي ويا آهن. ڪوٽ نمبر ٻئي جي الهندي طرف کان اول هاشم شاهه ۽ شاخ جي ڏکڻ ۾ مهدي شاهه جا مقام موجود آهن. هن ڪوٽ جي وچ ۾ جتي شاهي بازار وارو شهر هو، ان جي پرسان اتي هينئر طالب شاهه جي تربت آهي. جامع مسجد جي اتر ۾ گل شاهه جي تربت آهي.

**خدا وادي/خدا آبادي خط/لپي:** سنڌ ۾ قديم زماني کان ڌار ڌار قومن ۽ جاتين وٽ ڌار ڌار رسم الخط/لپيون رائج هونديون هيون. اُنهن جا


پهرين کي سٽون سٽريل هندو سنڌي اکرن ۾ آهن.

خدا آبادي خط جي لکت جو نمونو

نالا هي آهن: براهمي رسم الخط، ديوناگري رسم الخط، اردناگري رسم الخط، ڪروشٽي رسم الخط، خدا وادي/ خدا آبادي رسم الخط، شڪارپوري رسم الخط، ساڪرو رسم الخط، ٺٽائي رسم الخط، (ٺٽي ۾ لوهاڻن جو پنهنجو ٺٽائي رسم الخط هو تہ ڀاٽين وٽ وري پنهنجو ٺٽائي رسم الخط رائج هو)، لوهاڻڪو رسم الخط، لاڙائي رسم الخط، ونگائي رسم الخط، راجائي رسم الخط، سيوهاڻي رسم الخط، ڏاڪٽو الهندا رسم الخط (جنهن کي لُنڊا يا موڙ اکر بہ چوندا هئا). اڳتي هلي ميمڻ جماعت پنهنجو رسم الخط ٺاهيو تہ وري خواجہ جماعت لاءِ پير صدرالدين، لوهاڻڪي رسم الخط کي نئين سر ترتيب ڏيئي خواجڪو رسم الخط ٺاهيو.

خدا وادي خط، واڻڪي، هٽڪي يا هٽائي خط جي نالن سان بہ سڃاتو ويندو آهي. هي خط، اردناگري، ديوناگري ۽ براهمي خط وسيلي موهن جي دڙي جي لپيءَ سان واسطو رکي ٿو. هيءَ لپي اصل ۾ خدا آباد جي هندو واپارين ٺاهي ۽ 1750ع ڌاري عام ڪئي وئي. انهيءَ ڪري هن لپيءَ کي 'خدا وادي' نالو ڏنو ويو. جيئن ٻين شهرن جي نالن پٺيان ڪي لپيون اڳ ۾ ئي چالو هيون.

1853ع ڌاري جڏهن انگريزن جي حڪومت سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪنهن مشترڪ لپيءَ کي جاري ڪرڻ لاءِ ويچار ڪيو. تڏهن اُن جا ڪيترا وقت هندو واپاري پنهنجي وهين ۽ بندين لاءِ هيءَ خط (خدا وادي خط) استعمال ڪندا هئا. پر لوهاڻا، ڀاٽيا ۽ ڪي ٻيا هندو جاتيءَ جا واپاري ۽ مسلمانن مان خواجہ ۽ ميمڻ پنهنجون ڌار ڌار لپيون، وڻج واپار لاءِ ڪم آڻيندا هئا. ان ڪري مشترڪ لپيءَ مقرر ڪرڻ لاءِ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي اجازت سان، سنڌ جي تڏهوڪي ڪمشنر سر بارٽل فريئر، ان وقت ايجوڪيشنل انسپيڪٽر مسٽر بي. ايڇ. ايلس جي سربراهيءَ ۾ هڪ ڪميٽي ٺاهي ان ڪميٽيءَ ۾ جيڪي ٻيا ميمبر مقرر ڪيا ويا، تن جا نالا هي هئا: راءِ بهادر نارائڻ جڳنناٿ (جنهن جي نالي پٺيان ڪراچيءَ ۾ N.J.V اسڪول قائم آهي)، خان بهادر مرزا صادق علي بيگ، ديوان پريداس انند رام رامچنداڻي، ديوان اڌارام ٿانور داس ميرچنداڻي، ديوان ننديرام سيوهاڻي، ميان محمد حيدرآبادي، قاضي غلام علي ٺٽي وارو، ميان غلام حسين ٺٽي وارو، ڪئپٽن جارج اسٽئڪ ۽ ڪئپٽن آر. ايف برٽن.

سنڌي ٻوليءَ جي مشهور ڀارتي سنڌي ماهر ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جي والد ڪشنچند ٽوپڻ لال جيٽلي، هن خط جي اهميت بابت بہ ڪتاب لکيا آهن. جن جو ذڪر ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي پنهنجي ڪتاب 'سنڌي ٻوليءَ جون لپيون' ۾ ڪيو آهي. ڪشنچند جيٽلي 'هٽ واڻڪا لپي' ڪتاب جي پيش لفظ ۾ لکي ٿو تہ: "جنهن کي اسان هٽ واڻڪا اکر (خدا واديءَ خط) چئون ٿا، اهو حقيقي معنيٰ ۾ سنڌي ٻوليءَ جو اصل خط آهي. جڏهن عربي لپيءَ تي جهيڙو هلي رهيو هو تہ ضروري هو تہ هن قديم ۽ اصل لپيءَ کي اختيار ڪرڻ گهرجي ها، ڇا ڪاڻ تہ اُن جون گهڻي قدر نشانيون (سَٽ) براهمي، ڪروشٽي ۽ موهن جي دڙي واريءَ لپيءَ سان ملن ٿيون. اهي نشانيون (Symbols) پنج سؤ سالن کان وڌيڪ قديم آهن. ان ڪري هيءَ لپي سنڌي ثقافت جو هڪ حصو آهي. اُن ۾ سنڌي آوازن ۽ صوتين کي اُچارڻ جو مڪمل طريقيڪار موجود آهي. هن خط کي 'خدا وادي' خط اُن ڪري سڏيو ويو جو 'واد' معنيٰ آواز آهي. ان حوالي سان جڻ تہ هي خط 'خدا جو آواز' سڏيو ويو."

ڊاڪٽر هدايت 'پريم' خدا آبادي لپيءَ جي حوالي سان لکي ٿو تہ: "خدا آبادي لپي، جيڪا خدا آباد ڏانهن منسوب آهي. سا خدا آباد جا عالم، اڪابر ۽ واپاري استعمال ڪندا هئا. خدا آباد جيئن تہ سنڌ جو تخت گاهہ هو، تنهنڪري چئي سگهجي ٿو تہ هي رسم الخط، سنڌي ٻوليءَ جي اُن زماني جي معياري لهجي جي تحرير ڪرڻ ۾ ڪم ايندو هجي. هن لپيءَ کي 'هَٽ واڻڪا اکر' بہ سڏيو ويو.

خدا آبادي خط جو ذڪر سنڌ ۾ ان وقت تعليم کاتي جي انچارج بي. ايڇ. ايلس پنهنجي 'سنڌ ۾ تعليم بابت رپورٽ' ۾ بہ ڪيو آهي. مسٽر ايلس واري ڪميٽيءَ جي هڪ ميمبر، ڪئپٽن جارج اسٽئڪ پڻ سنڌ لاءِ مشترڪ لپيءَ لاءِ هن خط جي وڪالت ڪئي هئي.

**خدابخش** (ديھ): تعلقي ٺل جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

پانڌي خان کوسو، عبدالواحد خان کوسو، حاجي امير بخش بروهي، نور خان کوسو ۽ حمزو خان کوسو.

**خدابخش پٽو** (ديھ): تعلقي رتيديري جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خدا بخش پٽو، ڳوٺ واڌ شير خان ڪيهر، قبول ناريجو (جوان ناريجو)، جوان پٽو، سوناري فقير، سانوڻ گوپانگ ۽ الله ڏنو شر.

**خدابخش جلباڻي** (ديھ): تعلقي پريا جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ڪمال جلباڻي، خدا بخش جلباڻي، الاول مري ۽ لاشاري.

**خدابخش چانڊيو** (ديھ): تعلقي عمرڪوٽ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ 'احمد ڪيريو' ۽ 'عزت چانڊيو' نالي ٻہ ڳوٺ آباد آهن.

**خدا بخش خان ٽالپر 'ضياءَ'**: مير خدابخش خان ٽالپر 'ضياءَ'، مير شهداد خان ٽالپر جي وڏي فرزند ڄام نندي خان ٽالپر جي اولاد مان هو ۽ مير خير محمد خان بن ڄام فيروز خان جو پٽ هو. مير خير محمد خان، مير سهراب خان سان گڏجي خيرپور جي حدن ۾ آيو ۽ سوڀي ديري جي پرسان ڳوٺ ٻڌي اتي اچي رهائش اختيار ڪيائين. هي خيرپور جي رياست جي مصاحبن ۾ شامل هو. سوڀي ديري ۾ پنهنجي زمين کان سواءِ نوي ايڪڙ زمين سُڪئي خان مگسيجي ۽ شادي خان مگسيجي کان خريد ڪيائين. ان کان سواءِ مير سهراب خان پڻ هن کي محبت ديري جتوئيءَ ۾ جاگير عطا ڪئي. مير خدابخش خان ٽالپر جي ڄمڻ جي تاريخ معلوم نہ آهي. پر هن 1320ھ/ 1902ع ۾ وفات ڪئي. مير صاحب جي عمر لڳ ڀڳ سؤ ورهيہ هئي. مير صاحب هڪ سٺو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام ۽ نادر ڪتابن جو ذخيرو اولاد جي بي ڌيانيءَ سبب اڌوهيءَ جي نذر ٿي ويو. سندس سڄو ڪلام ۽ ٻيون تصنيفون فارسيءَ ۾ هيون. سندس فارسي ڪلام ۾ نعت، حمد، قصيدا ۽ مرثيہ شامل هئا. سندس ڪجهہ شعر ڪن قلمي بياضن ۾ موجود آهن.



**خدابخش سومري جي درگاهہ**: هيءَ درگاهہ سهڙا، ضلعي نوشهري فيروز کان فرلانگ پنڌ تي ڏکڻ طرف موجود آهي. فقير خدا بخش سومرو 1929ع ۾ پيدا ٿيو. فائنل بعد عربي، فارسي ۽ حديث جو علم حاصل ڪيائين. فقير صاحب شروع ۾ ڏوهڪو ڏنڊو ڪندو هو بعد ۾ پرائمري استاد ٿيو. عالمن ۽ فقيرن جي صحبت سبب 'حافظ علي مراد زرداريءَ جو طالب ٿيو. حافظ علي مراد کيس چار ئي طريقا قادريہ، چشتيہ، نقشبندي ۽ سهروردي طئي ڪرايا. 15 ربيع الثاني 1417ھ/1996ع تي وفات ڪيائين. سندس مزار تي مقبرو ٺهرايو ويو ۽ درگاهہ قائم ڪئي وئي. فقير خدابخش جو ساليانو ٻارهو سندس درگاهہ تي ملهايو ويندو آهي، جنهن ۾ سڄي سنڌ مان هزارن جي تعداد ۾ سندس طالب شريڪ ٿيندا آهن.

**خدابخش فقير**: صوفي خدا بخش ولد روحل فقير خيرپور ۾ جنم ورتو. تعليم ۽ تربيت پنهنجي والد بزرگ ۽ وڏي ڀاءُ کان ورتائين. صوفياڻي ماحول ۾ رهڻ ڪري ننڍپڻ کان کيس شاعريءَ جو شوق ٿيو اڳتي هلي پنهنجي ڀاءُ شاهہ فقير کان شاعريءَ جي تربيت ورتائين. جنهن کي شاعريءَ ۾ پنهنجو استاد سڏيندو هو. قادرالڪلام شاعر هو. سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ گهڻو شعر چيائين ۽ ڪجهہ فارسيءَ ۾ بہ شاعري ڪيائين. سندس شاعريءَ ۾ ذات پات، رنگ نسل ۽ مذهب پرستيءَ کان هٽيل ۽ برابريءَ جو سبق ڏنل آهي. جهڙوڪ:

الله دي ذات اول هــي، رنـگ نـڪـو بــيـرنـگـي،
ڪن فيڪون وچون جڳ جوڙيس، بي رنگي ٿيا رنگي،
ڪتان ايراني ڪتان عراقي، ڪتان رومي، ڪتان رنگي،
ڪتان سني ڪتان شيعا، ڪتان صوفي ڪتان ڀنگي.

خدابخش فقير 1843ع ڌاري وفات ڪئي. سندس مزار ڪنڊڙيءَ جي قبرستان ۾ آهي.

**خدابخش قاضي مورائي**: سنڌ مدرسہ ڪاليج ڪراچيءَ جي باني خدا بخش قاضيءَ، 1895ع ڌاري موري شهر (ضلعي نوشهري فيروز) ۾ جنم ورتو. هن ابتدائي تعليم موري مان ئي حاصل ڪئي. جنهن کان پوءِ 1914ع ۾ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. ڪجهہ عرصو ڊي. جي. ڪاليج ڪراچيءَ ۾ بہ پڙهيو ان کان پوءِ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ علي ڳڙهہ ويو. جتي 1916ع کان 1921ع تائين رهيو.



تحريڪ خلافت سان وابستا هئڻ ڪري 1922ع ۾ جيل ويو. کيس ڪجهہ عرصو ڪراچيءَ ۾ قيد رکيو ويو ۽ پوءِ کيس پوني جيل اماڻيو ويو. قيد دوران مولانا محمد اڪرم بالائيءَ کان قرآن مجيد جو تفسير پڙهيائين. آزاد ٿيڻ کان پوءِ ميرٺ ڪاليج مان ايل. ايل. بي ڪيائين. جنهن بعد ڪراچيءَ ۾ اچي وڪالت ڪيائين. 1934ع ۾ ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن جو بنا مقابلي ڪائونسلر ۽ ساڳئي سال بنا مقابلي ڊپٽي ميئر چونڊيو ويو. ان بعد ورهاڱي کان اڳ ڪراچيءَ جو پهريون ملسمان ميئر ٿيو ۽ ميئر جي حيثيت دوران ڪيترائي نوان اسڪول کولرايائين. 1937ع ڌاري سر راس مسعود جي ڪراچيءَ اچڻ تي علي ڳڙهہ بوائز ايسوسيئيشن قائم ٿي. 1942ع ۾ سنڌ مدرسي بورڊ جو اعزازي سيڪريٽري مقرر ٿيو انهيءَ حيثيت ۾ هن ڪوشش ڪئي تہ سنڌ مدرسي کي اسڪول مان ڪاليج جو درجو ملي. ايس. ايم. ڪاليج جي افتتاحي تقريب لاءِ قائداعظم محمد علي جناح کي دعوت ڏني وئي. تقريب ۾ قائداعظم بورڊ کي 10 هزار رپيا عطيو ڏنو. قاضي خدابخش کي 1943ع ۾ صوبي سرحد ۾ سرڪاري وڪيل مقرر ڪيو ويو. هن 20 فيبروري 1944ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**خدابخش ڪِير** (ديھ): تعلقي ميرواهہ جي هڪ ديهہ. جنهن ۾: خدا بخش ڪِير، ڪوڙو، در محمد لنڊ، علي شير ڪِير، فقير جويو، شهيد آباد،

خان محمد نول، وڏيرو ماڪن ڪبر، ڪَبر جو ڳوٺ، قائم ڪبر ۽ حامد ڪبر نالي ڳوٺ آباد آهن.

**خدابخش مري، جسٽس:** بلوچي زبان جي ممتاز اديب، سياسي ۽ سماجي شخصيت ۽ ناميارو قانوندان. خدا بخش مريءَ، 1926ع ڌاري



ڪوهلو (بلوچستان) ۾ جنم ورتو. قانون جي اعليٰ ڊگري لنڪنزان (لنڊن) مان حاصل ڪيائين. جنهن ڪان پوءِ ڪوئيٽا ۾ وڪالت شروع ڪيائين. پهرين جولاءِ 1970ع تي بلوچستان کي صوبي جو درجو مليو. پر صوبي ۾ هاءِ ڪورٽ الڳ نه هئي. سنڌ ۽ بلوچستان جي گڏيل هاءِ ڪورٽ هئي. کيس ساڳئي سال سنڌ- بلوچستان هاءِ ڪورٽ جو جج مقرر ڪيو ويو ۽ جڏهن 1976ع ۾ بلوچستان ۾ ڌار هاءِ ڪورٽ جو قيام عمل ۾ آيو ته جسٽس خدا بخش مريءَ کي ان جو پهريون چيف جسٽس مقرر ڪيو ويو. 1977ع کان 1978ع تائين هو بلوچستان جو گورنر رهيو. 1981ع ۾ هن پي. سي. او هيٺ جج طور حلف کڻڻ کان انڪار ڪيو. جنهنڪري کيس جبري طور رٽائر ڪيو ويو. هن وفاقي حڪومت جي درخواست تي ٻن مهينن تائين بلوچستان جي نگران گورنر طور ڪم ڪيو.

مير خدا بخش جي تصنيفن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن:

(1) A Judge May Speak (1)

(2) Balouchistan Through Centuries

(3) قديم بلوچي شاعري،

(4) بلوچستان تاريخ کي آئيني ۾

(5) از منه بلوچ

جسٽس خدا بخش مري، 14 مئي 2006ع تي وفات ڪئي. کيس ڪوهلو ۾ دفن ڪيو ويو.

**خدابخش 'ناشاد':** خدابخش ولد الهڏني مگسيءَ، 21 فيبروري 1949ع تي جيڪب آباد ۾ جنم ورتو. جيڪب آباد جي علمي ادارن مان تعليم حاصل ڪري سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي سوشيالاجي جو امتحان ڏنائين ۽ سوشل ويلفيئر ڊپارٽمينٽ ۾ آفيسر مقرر ٿيو ان ئي ڪاتي ۾ ڊپٽي ڊائريڪٽر ٿي رهيو. سنڌ اديب، ڊراما نگار ۽ سماجي ورڪر هو. ڪنول آرٽس اڪيڊمي قائم ڪري ڪيترا فنڪار پيدا ڪيائين. ڳائڻ سان گڏ مزاحيه اداڪاري به ڪندو هو پنهنجا ڪيترا لکيل ڊراما اسٽيج ڪرايائين. هڪ ڊرامانگار جي حيثيت ۾ هن اسٽيج کي نئون موڙ ڏئي 'ون ائڪٽ پلي' جو جيڪب آباد ۾ بنياد وڌو. سنڌ جي مشهور فنڪارن مان شهزادي، نور محمد لاشاري، عبدالحق ابڙو، سيما، يوسف علي ۽ ياسمين گل سان گڏ اسٽيج تي اداڪاري ڪيائين. سنڌ ڪمپيئر به هو. سنڌ هارس اينڊ ڪيٽل شو جي ڊراما ڪميٽي ۽ ڪلچرل ڪميٽيءَ جو اهم عهديدار به هو. ڊراما ۽ ڪلچرل شو جي ڪمپيئرنگ خود ڪندو هو. سندس هڪ مزاحيه خاڪو ۽ گيت ڪراچي ٽي. وي تي پيش ٿيو ۽ روزاني 'سارنگ' جيڪب آباد ۾ روزانو مزاحيه ڪالم لکندو رهيو. هو ڪالمن ۾ شهر جي علمي، ادبي ۽ ثقافتي سرگرمين ۽ شهر جي اهم مسئلن کي نروار ڪندو رهيو. کيس مختلف طور ڪيترا اوارڊ مليا. سندس نوجوان پٽ نجف ناشاد به سٺو فنڪار آهي. خدا بخش ناشاد 11 جنوري 2002ع تي دل بيهڻ سبب جيڪب آباد ۾ وفات ڪئي.

**خدابخش هيسباڻي (ديهه):** تعلقي ڪوٽڏجي جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خدابخش هسيباڻي، مصري شاهه، علي محمد ڪوڪر، وريام خاصخيلي، راڄڙ ۽ ٻائيرو.

**خداداد خان (ثاني):** نواب خداداد خان ولد گل محمد خان لغاريءَ، 19 اپريل 1886ع تي جنم ورتو. هيءُ پيءُ جو اڪيلو پٽ هو. سنڌي ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين. ان بعد ذاتي ذوق، تجربي ۽ تجسس ذريعي وسيع مطالعو ڪري معلومات کي وسيع ڪيائين. شاهه ڪريم بلڙيءَ واري جي ملفوظات جو 'بيان العارفين' سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيائين ۽ پنهنجن وڏن جا ديوان نقل ڪرايائين. سنڌ جي ذاتين ۽ ڳوٺن جا نالا مرتب ڪيائين. نواب خداداد کي شعر و شاعريءَ جو ڪافي ذوق هو. 1948ع ڌاري وفات ڪيائين.

**خداداد خان جو مقبرو:** هي ڪلهوڙن جي صاحبيءَ جو هڪ اهم مقبرو آهي. جيڪو ميان نور محمد ڪلهوڙي جي قبرستان ۾ ڳوٺ ۽ ديهه ميان نور محمد، تعلقي دولتپور، ضلعي بينظير آباد (نوابشاهه) ۾ ''50 '32 °26 اتر ڊگهائي ڦاڪ ۽ ''0 '48 °68 اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقع آهي. مقبري جي اڏاوت ۾ پڪين سرن جو استعمال ٿيل آهي ۽ اوساريءَ ۾ گل، چٽ ۽ گارو ڪم آنڊل آهي ۽ اندران ٻاهران گچ گاري سان لنبيل آهي. مقبري جي ڊيگهه 6.50 ميٽر، ويڪر 4.85 ۽ اوچائي 5.75 ميٽر آهي. جڏهن ته ٻاهرينءَ رٽ ۾ مستطيل آهي. خداداد خان، سنڌ جي تخت ڌڻي ميان نور محمد ڪلهوڙي جو



فرزند هو هي مقبرو ميان نور محمد جي مقبري جي ڏکڻ ۾ آهي. مقبري جو دروازو ونگائون ۽ گهڻ راسي پانيلن وارو آهي. مقبري جي ڇت محرابي آهي. جنهن جي پلوڙن تي برجيون ٺهيل آهن ۽ ڇت جي مٿان ڪنول جو ابتو گل ٺهيل آهي. مقبري جي اندرئين حصي واري ڇت به محرابي آهي. تاريخدانن جي راين جي روشنيءَ ۾ مراد ياب خان، ڪلهوڙن جي حڪمرانيءَ وقت خداداد خان هندستان ويو جتان جيئري واپس ڪونه آيو ۽ سندس مڙهه کي هت آڻي دفن ڪيو ويو مقبري جي حالت هينئر جهرنڊڙ آهي. پلستر گهٽي ياڳي اُکڙي چڪو آهي. مقبري جي عمارت قديم آثارن جي ڪاتي حوالي ٿيل آهي.

**خدا ڏنو شاهہ**: ميان خدا ڏنو شاهہ، نصرپور جي شاهہ پوٽا ڪٽنب جي مشهور درويش سيد غلام حسين شاهہ عرف گل پير جو ٽيون نمبر سجاده نشين هو. سندس اصل نالو بنده حسين شاهہ هو، پر بعد ۾ خدا ڏني شاهہ جي نالي سان مشهور ٿيو. سندس والد جو نالو امام بخش شاهہ ۽ ڏاڏي جو نالو محمد علي شاهہ هو. هن نصرپور ۾، 20 جون 1875ع تي جنم ورتو. خدا ڏنو شاهہ اڃا ستن سالن جو هو تہ سندس والد 1882ع ڌاري وفات ڪئي. جنهن ڪري ڪيس درگاهہ جي مسند تي ويهاريو ويو. هن پير صاحب جي دور ۾ سنڌ جي اڪثر درگاهن جي سجاده نشينن کان ذڪر اذڪار ۽ سلسلہ طريقت ڇڏائي ويل هو. اڪثر پير صاحبن جي حيثيت، ملڪيت، مريدن سان لاڳاپي ۽ سندن دنيوي طاقت تي مدار رکندي هئي. ان ڪري پين پيرن وانگر هن بہ ان وقت جي دستور مطابق راڳ، ملاکڙن، شڪار، خاندانن سان لڳ لاڳاپن، مهمان نوازيءَ ۽ حڪومت سان سٺا تعلقات قائم ڪرڻ تي توجهہ ڏنو. راڳ ۾ خاص دلچسپي ورتائين. راڳ جي پوري ڄاڻ رکندو ۽ ڳائيندو بہ هو. وڄت ۽ راڳ ۾ اهڙو ماهر ٿي ويو جو سندس مجلس ۾ وڏن ڳائڻن کي خيال سان ڳائڻو پوندو هو. هن وٽ پري پري کان راڳي ايندا هئا. ڪي تہ وٽس گهڻو وقت رهيا پيا هوندا هئا. هن ساري عمر راڳ جي سرپرستيءَ ۾ گذاري ڇڏي. خانصاحب فتح علي خان، علي بخش خان ۽ زهره بائي بہ وٽس راڳ ڳائي ايندا هئا. ان وقت جي مشهور ڳائيندڙ گوهر جان جڏهن سنڌ ۾ آئي، تہ پير صاحب جي راڳ کان متاثر ٿي، سندس آستاني تي آئي. خانصاحب اميد علي خان جو والد استاد پيارو خان، مبارڪ علي خان، بيبو خان ۽ خانصاحب منظور علي خان جو والد جمال خان بہ اڪثر وٽس ايندڙ هئا. سيد خدا ڏني شاهہ خود بہ شعر چيا آهن.

هو نصرپور جي مختلف انجمنن جهڙوڪ: 'مسلم جماعت' ۽ 'انجمن فيض حسيني' جو صدر رهيو. اثنا عشري فرقي سان تعلق رکندو هو. پنجهٺ سالن جي عمر ۾، اڻونجاهہ سال سجاده نشين رهي، 1357هہ/ 1938ع ۾ وفات ڪيائين.

**خدا ڏي خط (ڪتاب)**: هي ڪتاب مشهور سياح الطاف شيخ طرفان ترجمو ڪيل ڪهاڻين جو مجموعو آهي، جنهن ۾ دنيا جي مختلف ملڪن جي ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون آهن. موضوع جي لحاظ کان ڪهاڻين کي ٽن قسمن ۾ ورهائي سگهجي ٿو: (1) سماجي ڪهاڻيون، (2) نظرياتي ڪهاڻيون، ۽ (3) قومي ڪهاڻيون. جيتوڻيڪ هي ڪهاڻيون ٻين ٻولين جون آهن، پر ترجمي پڙهڻ سان اصلي لڳن ٿيون. 143 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت ڏهہ روپيا آهي. هي ڪتاب سنڌي اڪيڊمي ڪراچيءَ، آگسٽ 1982ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو.




**خداواري (ديهہ)**: تعلقي سانگهڙ ۾ هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

ناٿو خان، وليج مهاجر چڪ نمبر پنجابي چڪ نمبر2، چڪ نمبر 3، چڪ نمبر 4، چڪ نمبر 7 ۽ شير محمد لاشاري.

**خداوند يسوع مسيح جو انجيل** [1] **(ڪتاب)**: انگريزن برصغير جي هندن ۽ مسلمانن ۾ عيسائي تعليم ۽ تبليغ ڪرڻ لاءِ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪي انجيل ترجمو ڪرايا. ان ڏس ۾ لنڊن مان ڪجهہ انجيل 1868ع کان 1870ع ڌاري شايع ڪرايا ويا، جيڪي برٽش ميوزيم لائبريءَ ۾ اڄ بہ موجود آهن، جهڙوڪ: (1) خداوند يسوع مسيح جو انجيل (1869)، (2) خداوند يسوع مسيح جو انجيل پنج صفحا (1870ع)، (3) خداوند يسوع مسيح جو انجيل- رسولن جا ڪم (1870ع) هي سڀ انجيل اي. برن جا لکيل آهن.

**خداوند يسوع مسيح جو انجيل** [2] **(ڪتاب)**: هي جارج شرٽ جو لکيل آهي، جنهن جي قيمت 2 آنا آهي، پنجاب بوڪ سوسائٽي ڪمشنر پريس ڪراچي مان سال 1886ع ۾ ڇپايو.

**خدائي خدمتگار تحريڪ**: خدائي خدمتگار تحريڪ، جنهن کي سرخ پوش تحريڪ بہ سڏيو وڃي ٿو. 1930ع ۾ خان عبدالغفار خان قائم ڪئي. هن جي قيام جو پسمنظر اهو هو تہ هندستان جا ٻيا علائقا تہ برطانوي هند ۾ سولائيءَ سان شامل ٿيندا ويا، پر سرحد جا افغان علائقا وڏي ڏکيائيءَ سان ويهين صدي جي شروعات ۾ شامل ٿيا. اهو عمل انگريزن لاءِ ڏاڍو ڏکيو ثابت ٿيو. انگريزن جي قبضي باوجود افغان قبيلن طرفان مزاحمت جاري رهي. 1930ع ۾ انگريزن خلاف مزاحمت جي جنگ تيز ٿي. پشاور جي قصہ خواني بازار ۾ فائرنگ ٿي، جنهن ۾ ڪيترا ماڻهو شهيد ٿيا. خان غفار خان کي سندس ڳوٺ اتمان زئيءَ کان پشاور ايندي گرفتار ڪيو ويو، اها ئي ڳالهہ خدائي خدمتگار تحريڪ جي قيام جو ڪارڻ بڻي، جنهن جو بنيادي مقصد پٺاڻن جي سياسي حقن جو تحفظ هو. خدائي خدمتگار باوردي هئا ۽ ڳاڙهي ڪاڙي پائيندا هئا. ان ڪري کين 'سرخ پوش' سڏيو ويو. خدائي خدمتگارن هڪ طرف بي زمين هارين ۽ ڳوٺاڻن کي زميندارن خلاف منظم ڪيو ۽ ٻئي پاسي شهرن جي تعليم يافتہ طبقي کي برطانوي راڄ خلاف متحرڪ ڪيو. بک ۽ بدحاليءَ جي ماريل عوام ۾ هن سياسي تحريڪ اقتصادي پروگرام جي حوالي سان مارڪسي اشتراڪيت جو رنگ اختيار ڪيو ۽ سياسي محاذ تي برٽش راڄ خلاف هئڻ ڪري هيءَ تحريڪ گانڌيءَ جي انڊين نيشنل ڪانگريس جي ويجهو ٿيندي وئي ۽ پوءِ جلد ئي ان جو حصو بڻجي وئي. پاڪستان جي آزاد ٿيڻ کانپوءِ هيءَ تحريڪ غير فعال ٿي وئي.


خدائي خدمتگار تحريڪ جو رضا ڪار

**خدمت (اخبار)**: 'خدمت' اخبار، شڪارپور مان اختر محمد شيخ، 19 جنوري 1956ع کان جاري ڪئي. هيءَ اخبار، بخاري اليڪٽرڪ پرنٽنگ پريس، شڪارپور مان ڇپجي سرور آفيس شڪارپور مان پڌري ٿيندي هئي.

**خديجة الڪبريٰ** (امُ المومنين): اُمُ المومنين بيبي خديجة الڪبريٰ جي ولادت 555ع ڌاري مڪي شريف جي معزز قريش خاندان ۾ ٿي. بيبي خديجة الڪبريٰ وڏي ذهين ۽ دولتمند خاتون هئي ۽ پنهنجي پيءُ جو سمورو ڪاروبار پاڻ سنڀاليندي هئي.

بيبي خديجہ بنت خويلد بن اسد بن عبدالعزيٰ بن قصي، مڪي جي قريش قبيلي جي ممتاز خاتون هئي. سندس والد خويلد، دين ابراهيميءَ جو پيروڪار هو. جڏهن يمن جي بادشاهہ 'تبع'ڪعبة الله مان حجر اسود اکيڙي ڪڍائي وڃڻ جو ارادو ڪيو، تڏهن خويلد، حجر اسود جي تحفظ لاءِ اٿي کڙو ٿيو. نتيجي طور 'تبع' کي پنهنجي ناپاڪ ارادي تان هٿ ڪڍڻو پيو. تاريخون لکن ٿيون تہ جڏهن حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جي ڄمار 25 سال هئي، تڏهن اباڻو پيشو تجارت اختيار ڪيائون.

حضور صلي الله عليہ وسلم جي حسن اخلاق، ديانت، امانت ۽ صداقت کان مڪي وارا بخوبي واقف هئا، ان ڪري هر سرمائيڪار پنهنجو تجارتي مال کين سپرد ڪرڻ جو خواهشمند هو. انهن سرمائيڪارن ۾ بيبي خديجہ بنت خويلد بہ شامل هئي. هيءَ خاتون مڪي جي مالدار ترين تاجر هئي. سندس نيڪ ڪردار ۽ بلند اخلاق سبب ڪيس عذرا، طاهره، سيده ۽ ملڪة العرب جي نالن سان سڏيو ويندو هو. وٽس بار بردار اٺن جو وڏو تعداد هو. حضرت ابو طالب عليہ السلام، بيبي خديجہ سان واپار ۽ معاوضي جو طئي ڪري حضورﷺ جن کي بيبي صاحبہ جي غلام ميسره سان گڏ تجارتي مال سان شام روانو ڪيو. تجارتي سفر دوران ميسره ڪيترن عجيب واقعن جو مشاهدو ڪيو. حضورﷺ جن جي حسن تدبر سبب تجارت ۾ کين وڏو منافعو ٿيو. جڏهن قافلو تجارت کان فارغ ٿي مڪي پهتو تہ ميسره، بيبي خديجة الڪبريٰ سان سفر جو سڄو احوال ڪيو. ان بعد حضورﷺ جن ڪافي وقت بيبي خديجہ جي تجارتي قافلن سان ويندا رهيا ۽ تجارت ۾ تمام گهڻي ڪاميابي ماڻيائون. بيبي خديجہ سندن ايمانداري، سچائي ۽ ڪردار کان گهڻو متاثر ٿي ۽ کين شاديءَ جو پيغام اماڻيائين. جيڪو پاڻ قبول فرمايائون.

تاريخدانن جي اڪثريت ان ڳالهہ تي متفق آهي تہ حضور صلي الله عليہ وسلم سان شاديءَ وقت بيبي خديجہ جي ڄمار 40 سال هئي. شاديءَ وقت بيبي خديجہ جو مهر 12 اونس سون ۽ 25 اٺ مقرر ڪيو ويو، جيڪو ان ئي وقت حضورﷺ جن جي چاچي حضرت ابو طالب ادا ڪيو ۽ نڪاح جو خطبو بہ پڙهيو.

علامہ زرقاني شرح مواهب لدنيہ ۾ لکي ٿو تہ حضرت ابو طالب جي خطبي کان پوءِ ورقہ بن نوفل خطاب ڪندي چيو تہ اي اشراف قريش، اوهان ان جا گواهہ رهجو تہ مون خديجہ بنت خويلد کي محمد بن عبدالله سان چار سئو دينار حق مهر تي نڪاح ۾ ڏنو. جيئن تہ بيبي خديجہ جو والد خويلد بن اسد وفات ڪري چڪو هو، ان ڪري هي نڪاح سندس چاچي عمرو بن اسد جي سرپرستيءَ ۾ ٿيو ۽ نڪاح ڪانپوءِ حضورﷺ جن جي پاران وليمي جي دعوت ڏني وئي.

حضور جن بيبي خديجہ سان بي پناهہ محبت ڪندا هئا ۽ بيبي خديجہ بہ سندن ڀرپور احترام ڪندي هئي.

بيبي خديجہ نيڪ ۽ روشن فڪر خاتون هئي، جيڪا حضور جن لاءِ سدائين سلي صلاحڪار ثابت ٿي، ان ڪري ئي حضورﷺ جن سندس باري ۾ فرمايو تہ 'خديجہ هن امت جي عورتن مان سڀني کان بهترين عورت آهي'. بيبي خديجة الڪبريٰ تاريخ اسلام جي پهرين خاتون آهي، جنهن سڀ کان اڳ اسلام جي دعوت قبول ڪئي ۽ سندن نبوت جي تصديق ڪئي. پنهنجي بي حساب ملڪيت بنا شرط جي حضور جن جي اختيار ۾ ڏئي ڇڏي. حضور صلي الله عليہ وسلم جيئن ئي حق جي تبليغ شروع ڪئي تيئن مڪي جي ڪافرن کين طرحين طرحين جون تڪليفون ڏيڻ شروع ڪيون. طرح طرح جون اذيتون برداشت ڪرڻ کان پوءِ جڏهن گهر تشريف فرما ٿيندا هئا تہ بيبي خديجہ سندن خدمت ۾ لڳي ويندي هئي. سندس پيار، خدمت ۽ ايثار جي جذبي کي ڏسي کين نئون حوصلو ملندو هو هوءَ کين هر مصيبت جي وقت تسلي ڏيندي هئي.

بيبي خديجہ کي ٻہ شهزادا عبدالله ۽ قاسم عطا ٿيا، پر اهي صغير سنيءَ ۾ وفات ڪري ويا. حضرت امام جعفر صادق عليہ السلام جن فرمائين ٿا تہ جڏهن کان بيبي خديجہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن سان شادي ڪئي هئي، تڏهن کان مڪي جي عورتن ساڻس قطع تعلقات ڪري ڇڏيا هئا. سي نہ بيبي خديجہ وٽ ايندا ويندا هيون ۽ نہ ئي ڪيس پاڻ وٽ سڏائينديون هيون. ان قطع تعلقات سبب بيبي خديجہ اداس رهندي هئي ۽ تنهائيءَ جي عادي بڻجي وئي، جڏهن ٻار سندن شڪم مبارڪ ۾ آيو، تڏهن بيبي خديجہ کي تنهائيءَ کان نجات ملي. هڪ ڏينهن حضرت جبرائيل، حضور صلي الله عليہ وسلم جي خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين تہ "يا رسول الله! جيڪو ٻار بيبي خديجہ جي شڪم مبارڪ ۾ آهي، اها باعظمت نياڻي آهي، جنهن سان اوهان جو نسل هلندو."

حضور جن الله تعاليٰ جي بشارت جڏهن بيبي خديجہ سان بيان ڪئي تہ هوءَ تمام گهڻي خوش ٿي. شڪراني جو سجدو ادا ڪيائين. اڳتي هلي بيبي سيده فاطمة الزهرهؓ پيدا ٿي. هي اهو دؤر هو، جڏهن عرب جا ماڻهو نياڻين کي پيدا ٿيندي جيئرو دفن ڪري ڇڏيندا هئا. اهڙي دور ۾ قدرت دنيا وارن کي عورت جي اهميت ۽ عظمت کان آگاهہ ڪرڻ گهريو ۽ دنيا ڏٺو تہ اڳتي هلي نبي پاڪ جي آل جو سلسلو سيده فاطمة الزهرهؓ جي نسل مان ئي وجود ۾ آيو. حضور جن ۽ بيبي خديجہ پنهنجي نياڻيءَ جي پرورش تي ڀرپور ڌيان ڏنو. حضور صلي الله عليہ وسلم جن 40 ورهين جي ڄمار ۾ رسالت تي مبعوث ٿيا. ڪجهہ سالن تائين رسول پاڪ دعوت تبليغ کي خفيہ رکيو ۽ وڏين تڪليفن ۽ مخالفتن کي منهن ڏنو. جڏهن کين دين جي کليل نموني دعوت ڏيڻ جو حڪم خداوندي مليو تہ پاڻ کلم کلا دين جي دعوت ڏيڻ شروع ڪيائون. دين جي مخالفن جي ظلمن ۽ رسول پاڪ جي قتل جي منصوبي ظاهر ٿيڻ بعد حضرت ابوطالب ڪٽنب سميت 'شعب ابي طالب' ۾ منتقل ٿي ويا. بيبي خديجہ بہ اهو وقت 'شعب ابي طالب' ۾ گذاريو ۽ سيده فاطمة الزهرهؓ جي ننڍپڻ جو ڳچ عرصو اتي ئي گذريو.

بيبي فاطمةؓ 5 ورهين جي ٿي، تڏهن ڪافرن طرفان 'شعب ابي طالب' جو محاصرو ٽٽو ۽ هو پنهنجن گهرن ڏانهن واپس موٽيا. نبوت جي ڏهين سال حضرت ابو طالبؓ جي وفات ٿيءَ گڏوگڏ بيبي خديجة الڪبريٰؓ رحلت فرمائي. بيبي خديجة الڪبريٰؓ کي مڪي ۾ 'حجون' جبل تي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. انهن ٻن عظيم همدردن ۽ مددگارن جي رحلت

حضور صلي الله عليه وسلم جن کي سخت مغموم ڪيو ۽ ان ئي سبب جي ڪري ان سال کي 'عام الحزن' قرار ڏنو ويو.

**خديجه خانم دائود پوٽو:** سنڌ جي نامور ليکڪا ۽ صحافي بيگم خديجه خانم دائود پوٽي جو پورو نالو خديجه خانم بنت ڊاڪٽر شمس الدين شيخ هو. سندن والد حيدرآباد جي مشهور علمي گهراڻي جو فرد هو، جن مان ڊاڪٽر ضياء الدين شيخ هڪ ناميارو شخص ٿي گذريو آهي.

خديجه خانم دائود پوٽو 1918ع ڌاري حيدرآباد ۾ جنم ورتو. سندس هڪ ڀيڻ عائشه شيخ سنڌ جي مشهور تعليمي ماهر رهي آهي. خديجه خانم سنڌ جي نامور عالم، اديب ۽ تعليمدان شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي گهرواري هئي. نامور تعليم دان عيسيٰ دائود پوٽو سندس فرزند آهي. خديجه خانم دائود پوٽي، شمس العلماءِ ڊاڪٽر دائود پوٽي جي سوانح عمري 'منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي' ترتيب ڏئي ڇپائي. ان کان سواءِ سندس ترتيب ڏنل ڪتاب 'شاعرن جو سرتاج' (شاه عبداللطيف ڀٽائي) پڻ قابل ذڪر ڪتاب آهي.



ڊاڪٽر خديجه خانم دائود پوٽو عورتن جي رسالي 'اديون' جي باني سرپرست ۽ ايڊيٽر رهي چڪي آهي. هن رسالي سنڌي عورتن ۾ تمام وڏي علمي، سماجي ۽ ادبي سجاڳي آندي ۽ ڪيترين ئي ليکڪائون هن رسالي ۾ لکي، وڏيون اديبائون بڻيون. خديجه خانم دائود پوٽو جي وفات 21 جولاءِ 2001ع تي اسلام آباد ۾ ٿي.

**خديجه مستور:** اردوءَ جي مشهور ناول نگار ۽ افسانا نويس خديجه مستور 12 ڊسمبر 1922ع تي لکنؤ ۾ جنم ورتو. هن ائن سالن جي عمر ۾ قرآن شريف پڙهي مڪمل ڪيو. ابتدائي تعليم گهر ۾ حاصل ڪيائين. 1936ع ڌاري اسڪول ۾ داخلا ورتائين. والد جي وفات کان پوءِ وڌيڪ تعليم حاصل نه ڪري سگهي. 1942ع کان باقاعدي افسانا لکڻ شروع ڪيائين. 1950ع ڌاري خديجه مستور جي شادي ظهير بابر سان ٿي. سندس ناول 'آنگن' تمام گهڻو مشهور ۽ مقبول ٿيو. هن پنهنجي ناولن ۽ افسانن ۾ عورتن کي پيش ايندڙ مسئلن کي گهڻو اجاگر ڪيو. ان کان سواءِ معاشري جي تبديلين تي به لکيو. سندس مشهور ڪتابن ۾ 'بوڇهار'، 'چند روز اور'، 'تهڪ هارون'، 'ٺنڊا پاڻي' وغيره شامل آهن. خديجه مستور 26 جولاءِ 1982ع تي لاهور ۾ وفات ڪئي. سندس آخري ناول 'زمين' سندس وفات کان پوءِ شايع ٿيو. سندس ڀيڻ هاجره مسرور به اردوءَ جي نامور ڪهاڻيڪار خاتون آهي. سنڌ جي اوائلي عورت اديبائن سندس ڪيترين لکڻين جو اثر ورتو.



**خراج:** اهو زرعي ٽيڪس، جيڪو غير مسلم مالڪن کان وصول ڪيو ويندو آهي. ان کي 'خراج' سڏيو ويندو آهي. اڳوڻي وقت ۾ هران زمين جو خراج وصول ڪيو ويندو هو جنهن کي مسلمانن فتح ڪرڻ کان پوءِ غير مسلم مالڪن وٽ رهڻ ڏنو هجي. زرعي ٽيڪس بابت هڪ حديث آهي ته جنهن زمين کي بارش سيراب ڪيو هجي، ان تي عشر لاڳو ٿيندو.

خراج وصول ڪرڻ جي ابتدا حضرت عمر فاروق رضه جي زماني ۾ ٿي. حضرت عمر رضه غير مسلم علائقا فتح ڪرڻ کان پوءِ صحابه ڪرام جي مشوري سان خراج جي ابتدا ڪئي. ان کان پوءِ اها سنت جاريه بڻجي وئي ۽ جڏهن مسلمانن، غير مسلمن جا علائقا فتح ڪرڻ بعد زمين ٻيهر ڪين سپرد ڪئي ته مٿن خراج عائد ڪيو ويو. عالمن زمين جا ٽي قسم بيان ڪيا آهن. سڀ کان اڳ ڏٺو ويندو ته زمين زرخيز آهي يا نه: پوک سٺي ٿيندي يا خراب. ان کان پوءِ اهو ڏٺو ويندو ته پوک ڪيئن آهي ۽ آمدني ڪيتري ٿيندي. سڀ کان آخر ۾ پوک تي لاڳو خرچ ڏسبو هو. اهي ٽيئي ڳالهيون ڪنهن زمين تي خراج جي شرح لاڳو ڪرڻ وقت ذهن ۾ رکيون وينديون هيون. حضرت عمر رضه کان پوءِ خراج انهن حڪومتن کان به وصول ٿيڻ لڳو، جيڪي طاقت ۾ ڪمزور هجن يا جن جو علائقو فتح ڪرڻ جو ارادو ڪيو ويو هجي ۽ لڙائيءَ کان سواءِ صلح ڪيو وڃي. اهڙيءَ صورت ۾ صلح جي معاهدي ۾ خراج طور تي هڪ رقم جيڪا ساليانو وصول ڪئي ويندي هئي، اها مقرر ڪري ڇڏيندا هئا. خراج مقرر ڪرڻ وقت هن ڳالهه جو خيال رکڻ ضروري هوندو ته خراج ڏيڻ واري کي غير ضروري تڪليف نه پهچي. ڪلهوڙن جي دور ۾ جڏهن نادر شاهه افشار سنڌ تي حملو ڪيو، تڏهن هن ميان نور محمد ڪلهوڙي جي سڀ مال ملڪيت ته کنئي، پر مٿس ساليانو خراج هڪ لک ويهه هزار روپيا مقرر ڪيو ۽ نادر شاهه کان سواءِ افغانستان جي بادشاهه احمد شاهه ابداليءَ به سنڌ تي چڙهائي ڪئي ۽ ميان نور محمد تي ساليانو خراج مقرر ڪيو، جيڪو ميان نور محمد ادا ڪندو هو. ٽالپر به پنهنجي دور حڪومت ۾ افغان حڪمران ۽ راجا رنجيت سنگهه کي مقرر ڪيل خراج ادا ڪندا هئا.

**خرار / ڪراڙ:** اناج جو هڪ ماپو، جيڪو سٽ ڪاسن جي ماڻ جو ٿيندو آهي. سنڌ ۾ پراڻي وقت ۾ (۽ هن وقت به ڪن لائقن ۾) ماپ تور جي نظام ۾ خرار جو ماپو رائج هو. ثقافتي حوالي سان سنڌي ۽ سماجي ٻوليءَ ۾ 'خرار' لفظ 'اصلاحي طور' به استعمال ٿيندو رهيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، جامع سنڌي لغات ۾ ڄاڻايو آهي ته خرار جوئر جو 22 مڻ ٻاجهريءَ ۽ ڪڻڪ جو 20 مڻ ٿيندو آهي. ساڳيءَ طرح ڊاڪٽر صاحب پنهنجي ڪتاب 'رهاڻ هيرن ڪاڻ -9' ۾ لکيو آهي ته سکر ضلعي جي اوڀر واري ڀاڱي يعني اباڙي تعلقي ۾ ڀرپ جا ماڻ هن ريت آهن:

**اُباوڙي تعلقي ۾ ڀرپ جا ماڻ:**

| | | |
|---|---|---|
| چار ٽويا | = | هڪ پٽڪي |
| چار پٽڪيون | = | هڪ ٽوپو |
| چار ٽوپا | = | هڪ پائي |
| چار پايون | = | هڪ چوٽ |
| پنڌرنهن چوٽون | = | هڪ خرار |

تور جي حساب سان، ٽوبو = هڪ پائي، ٽوپو=چار سير، پائي = سورهن سير، چوٽ = چوهٺ سير ٿيندا آهن. ان تان اصطلاح ۽ چوڻي جڙي آهي: "جهڙا سورهن ٽويا، تهڙي هڪ چوٽ".

روهڙي ڊويزن جي باقي چئن تعلقن جا 'ماڻ' هن طرح رهيا آهن:

چار ٽويا = هڪ پٽڪي
چار پٽڪيون = هڪ دري
چار دريون = پائي
چار پايون = هڪ ٽويو
ڏهه ٽويا = هڪ خرار

انهن مان ٽويو، پٽڪي ۽ دري، ٽيئي ڪاٽ جا ماڻ هئا ٽويو= ڏيڍ پائي (يا اجا به وڌيڪ) طور ڪم ايندو هو.

**خيرپور، لاڙڪاڻي، سکر ۽ جيڪب آباد جا ماڻ هيٺينءَ طرح هئا:**

چار چوٿايون = هڪ پٽڪي
چار پٽڪيون = هڪ دري
چار دريون = هڪ ڪاسو
چار ڪاسا = هڪ ٽوڪو
ڏهه ٽوڪا = هڪ خرار

**لاڙ ۾ شهدادپوري ماڻ هيٺين جدول موجب هو:**

چار چوٿايون = هڪ پاٽي
چار پاٽيون = هڪ ٽويو
چار ٽويا = هڪ ڪاسو
چوويهه ڪاسا = هڪ خرار

انهن مان چوٿائي، پاٽي ۽ ٽويو ٽيئي ڪاٽ مان ٺهيل ماڻ هئا. چوٿائي برابر هڪ پاءُ جي، پاٽي برار چئن سيرن جي ۽ ٽويو برابر 16 سيرن جي هوندو هو.

**ڪڇ جا پرڳڻ ۽ وٽي ويڪر جا ماڻ هن طرح هئا:**

سنڌ جي پيٽ ۾ ڪڇ جا سير ۽ مڻ ننڍا هئا، تور ۾ چوٿائي، اتان جي پاءَ جي برابر هئي ۽ ساڍا 22 رپيا (اڳ جا ٽڪا) هڪ سير جي برابر هئا.

مثال طور پرڳڻ ماڻ هن ريت هو:

چار چوٿايون = هڪ پاٽي
چار پاٽيون = هڪ اڌ ماڻو
اٺ پاٽيون = هڪ ماڻ
چار ماڻ = هڪ سَئِي
ٻه سَئيون = هڪ چوٿو
اٺ چوٿايون = هڪ ڪَرسِي

جيئن خَرار سنڌ ۾ وڏو ماڻ هو تيئن ڪڇ ۾ ڪَرسِي وڏو ماڻ هئي.

اهڙيءَ ريت سنڌ ۾ خرار جو ماپو قائم رهيو پر 1965ع ۾ لاڳو ٿيل نئين ڏهاڪي واري نظام کان پوءِ هي ماڻ استعمال بلڪل ڪو نه ٿو ٿئي. ٻهراڙيءَ جي ڪن هنڌن تي هاري اڃا به پنهنجي فصل/ اناج جي ڪٽ خرارن سان ڪن ٿا.

**خراسان** (Khorasan): خراسان هڪ قديم تاريخي خطو آهي، جنهن ۾ موجوده ايران جا اتر ۽ اوڀر وارا حصا ۽ اتر افغانستان، ترڪمانستان ۽ ازبڪستان جا ڏکڻ وارا علائقا شامل آهن. خراسان، پارسيءَ جي 'خور' لفظ مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: 'سِجُ'، ۽ 'سان' جي معنيٰ آهي: 'اچڻ/ ايرڻ'، تنهنڪري ان لفظ جي معنيٰ 'سج ايرڻ جي سرزمين' ٿيندي.




خراسان اصل ۾ ڪجهه اهم شهرن تي مشتمل هو جن ۾ نيشاپور، تَس (اڄوڪي ايران جو شهر)، بلخ ۽ هرات (افغانستان)، مَروو (ترڪمانستان) ۽ سمرقند، بخارا (ازبڪستان) اچي وڃن ٿا. ماضيءَ ۾ خراسان جو خطو تمام وسيع هو، جنهن جي اتر ۾ ٽرئنسوڪيسنا، اتر اولهه ۾ ڪئسپين سمنڊ، ڏکڻ ۾ 'سِتان' ۽ 'هندوڪش جبلن جي قطار ۽ اوڀر ۾ افغانستان شامل هو. عرب جاگرافيدانن مطابق خراسان جون سرحدون قديم هندستان توڙي سنڌو ماٿريءَ تائين پکڙيل هيون. قنڌار جي 14 کان 16 صديءَ جي رپورٽ موجب غزني ۽ ڪابل جا شهر خراسان ۽ هندستان جي وچ ۾ سرحد ٿاهيندا هئا. اسلامي دور حڪومت ۾ پرشن عراق ۽ خراسان عظيم ايران جون ٻه اهم رياستون هيون. غزنوين، سلجوقين (Seljuqs) ۽ تموردين (Timurids) پنهنجي شهنشاهت کي خراساني ۽ عراقي علائقن ۾ ورهايو. ابتدا ۾ ساساني شهنشاهت جي خراسان صوبي ۾ نيشاپور، هرات، مَرورو، فرياب، تالوقان، بلخ، بخارا، گرجستان ۽ تَس شهر شامل هئا. اسوين ۽ عباسي خليفن جي دور حڪومت ۾ خراسان کي چئن وڏن حصن ۾ ورهايو ويو، جنهن جي چئني پاسي هڪ هڪ وڏو شهر شامل هو. اهي چار وڏا شهر نيشاپور، هيرو، هرات ۽ بلخ هئا. افغاستان جون موجوده رياستون 'خراسان' جو گهڻو حصو ٺاهينديون هيون. قديم خراسان جي چئن اهم گاديءَ جي هنڌن مان ٻه اڄوڪي افغانستان ۾ آهن.

غلام محمد گوبر پنهنجي ڪتاب ۾ خراسان کي ٻن قسمن ۾ ورهايو آهي: 'خاص خراسان' (Proper Khorasan)، ۽ 'عام خراسان' (Improper Khorasan). خاص خراسان جي اوڀر ۾ 'بلخ'، اتر ۾ مَروو'، ڏکڻ ۾ 'سيستان'، اولهه ۾ 'نيشاپور' ۽ 'هرات' شامل آهن. جڏهن ته عام خراسان جون سرحدون اوڀر ۾ ڪابل کان غزني، ڏکڻ ۾ سيستان ۽ زبلستان، اتر ۾ ٽرئنسوڪسنا (Transoxiana) ۽ خوارزم اولهه ۾ دامگن ۽ گورجن شامل آهن.

330 ق. م ۾ سڪندراعظم جي خراسان کي فتح ڪرڻ کان پهرين خراسان 'اڪامينن شهنشاهت' جو حصو هو ۽ ان کان به اڳ ان تي ميدن (Meads) جو قبضو هو ان وقت خراسان کي 'آريانا' چيو ويندو هو، جيڪو علائقو عظيم ايران (Great Iran) ٺاهيندو هو اتي جا اڪثر ماڻهو زردشت جا پوئلڳ هئا. 'آريانا' جو ڏکڻ اوڀر وارو حصو پهرين صدي ق. م ۾ 'ڪُشن' شهنشاهيت جي قبضي هيٺ اچي ويو. ڪُشن حڪمرانن، هندوڪش ۽ ويجهن علائقن (جيڪو هن وقت افغانستان آهي) ۾ ٻڌ ڌرم متعارف ڪرايو. ٻڌ ڌرم

جا ڪيترا مندر شهر افغانستان مان دريافت ٿيا آهن. آهستي آهستي خطي جون سرحدون تبديل ٿيڻ لڳيون. ايستائين جو 'ڪشن' ۽ 'ساساني' علائقا گڏجي 'ڪشن ساساني تهذيب' سڏجڻ لڳا.

ساساني دؤر ۾ فارسي شهنشاهت چئن حصن ۾ ورهائي وئي. اولهه ۾ خاروار، اتر ۾ بختار، ڏکڻ ۾ نيمروز ۽ اوڀر ۾ خراسان. جنهن جي ويجهو سنڌ ۽ هند هئا. پرسيا جي آخري ساساني شهنشاهه 'يزد گرد III' شهنشاهيت جي اولهه وارن علائقن ۾ عربن جي حملي کان پوءِ پنهنجو تخت گاهه خراسان ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيو. هن جي قتل کان پوءِ خراسان کي 746 ق.م ۾ مسلمانن فتح ڪيو ۽ هين صوبن وانگر اهو به اميه گهراڻي جي صوبن جو حصو ٿي ويو. عربن جي حملي خلاف پهرين تحريڪ جي اڳواڻي 747ع کان 750ع تائين ابو مسلم خراسانيءَ ڪئي. هن عباسين کي طاقت وٺرائڻ ۾ مدد ڪئي. خراسان ۾ پهرين آزاد بادشاهت 821ع ۾ طاهر قوشنجيءَ قائم ڪئي، پر ان ۾ گهڻا سياسي ۽ علائقائي مفاد شامل هئا.

خراسان جي ٻين اهم آزاد گهراڻن ۾ سفاردي (1003-861)، سماني (875-999)، غزنوي (963-1167)، سيلڪدي (1037-1194)، خوارزمي (1077-1231)، غوري (1149-1212) ۽ تمري (1370-1506) شامل آهن. انهن مان گهڻا گهراڻا فارسي نه هئا، ان هوندي به هو فارسي ٻوليءَ جا حامي هئا. خراسان جي تاريخ ۾ غزنوين ۽ ترمدين جا دور بهترين سمجهيا وڃن ٿا. انهن دورن ۾ ثقافتي حوالي سان وڏي سجاڳي آئي. ڪيترا نامور فارسي شاعر، سائنسدان ۽ عالم هن دور سان تعلق رکندا هئا. نيشاپور، هرات، غزني ۽ مَرو ان تهذيبي ۽ ثقافتي ترقيءَ جا مرڪز هئا. 16 کان 18هين صديءَ تائين خراسان تي صفوي شيعا گهراڻي حڪومت ڪئي. جڏهن ته اوڀر ۽ اولهه ۾ سني مغل شهنشاهت جي حڪومت هئي. 1747ع ۾ نادر شاهه افشار جي قتل کان پوءِ خراسان کي دراني شهنشاهت سان ملايو ويو، جيڪو اڄ جو افغانستان آهي. اوڻيهين صديءَ جي شروع ۾ خراسان جا اولهه وارا علائقا پرسيا جي 'قجر' علائقي جي قبضي ۾ اچي ويا، جيڪي اڄ به جديد ايران جا حصا آهن.

خراسان جو خطو تهذيب ۽ ثقافت جي حوالي سان عظيم ايران ۾ وڏي اهميت وارو هو. نئين پارسي ادب کي خراسان ۽ ٽرنسوڪنا ۾ وڏو فروغ مليو. اوائلي فارسي شاعر رودڪي، شاهد بلکي، ابوالعباس مروازي، ابو حفس سعدي خراسان جا شاعر هئا. ان کانسواءِ 'شاهنامه' جو عظيم ليکڪ فردوسي به خراسان جو هو. 13هين صديءَ ۾ هنگولن جي تباهه ڪندڙ حملن تائين خراسان فارس جو ثقافتي دارالحڪومت رهيو. ابو علي سينا، البيروني، عمر خيام، الخوارزمي وغيره جهڙا عظيم مسلم سائنسدان به خراسان سان تعلق رکندا هئا. ان کان سواءِ اسلامي محدث ۽ عالم جهڙوڪ: امام مسلم، امام بخاري، ابو حنيفه، احمد بن حنبل، ابو دائود وغيره جو به خراسان سان تعلق هو.

**خرِچ (ديهه)**: هيءَ ضلعي دادو جي تعلقي جوهي جي هڪ ديهه آهي، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بکر فقير روناٽي، شهري خان روناٽي، فتح خان روناٽي، دودو خان روناٽي، محرم روناٽي، حاجي پريو روناٽي، غلام حيدر روناٽي، رکيو خان روناٽي، حوت خان روناٽي، بشير خان روناٽي.

**خرچيلو (ديهه)**: تعلقي ساماري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هي ڳوٺ شامل آهن:

حاجي موسٰي جوڻيجو، شمس الدين جوڻيجو، الهه رند ۽ اوطاق مرزو خان ڪپري.

**خرزين/ خرجين**: بار برداري لاءِ سُٽ، اُن ۽ ڏاس مان ٺهيل هڪ قسم جو ٻوحهو يا ٻورو، جيڪو وهٽ، گهوڙي، گڏهه يا خچر جي پٺيءَ تي رکي ان ۾ سفر جو ضروري سامان وجهي کڻبو آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾



خرزين/ خرجين

خرزين کي 'ڏڪڙيو' به چوندا آهن.

**خرسار (ديهه)**: تعلقي ٽنڊي محمد خان جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'وڏو مير بحر' ۽ 'صديق ڪوسو' نالي ڳوٺ شامل آهن.

**خرقو/ چوغو**: ڏگهين ٻانهن واري پيرن تائين ڊگهي چولي کي خرقو سڏيو ويندو آهي. خرقو اڪثر سياري ۾ پائبو آهي. خرقي جو هڪ قسم لبادو به سڏبو آهي. جيڪو اونهاري ۾ پائبو آهي. خرقي جو ٻيو قسم چوغو آهي، جيڪو ٻنهي مندن ۾ پائبو آهي.

خرقو يا خرقه، اصل ۾ عربي ٻوليءَ جو اصطلاح آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'ڪپڙي جو ڦاٽل ٽڪرو'. خرقو اوني ڪپڙي جو جامو ٿيندو آهي، جيڪو فقيراڻو لباس آهي ۽ اڳڙين ٽڳڙين ۽ چتين مان ٺاهيو ويندو آهي. هن کي درويشي لباس به چوندا آهن. هيءَ فقر ۽ قناعت جي علامت سمجهيو ويندو آهي. صوفين جو خاص اوني لباس ۽ ٻن قسمن جو خرقو ٿيندو آهي: هڪڙو ارادت يا عقيدتمنديءَ جو ۽ ٻيو برڪت جو خرقو، جنهن کي فروبرڪ چيو ويندو آهي. 'خرقي اوڍائڻ' جو اصطلاح ڪنهن مرشد پاران عقيدتمند کي خليفو مقرر ڪرڻ يا مريد ڪرڻ وقت ڪتب آڻيندو آهي.

**خروشتي/ڪروشتي خط**: خروشتي/ڪروشتي خط (Script) برهمي لپيءَ جي خاندان سان واسطو رکندڙ خط آهي، جيڪو برهمي لپيءَ جي ابتڙ ساڄي کان کاٻي لکيو وڃي ٿو. خروشتي خط، برهمي خط جي اوج واري زماني جو سهيوڳي خط چئي سگهجي ٿو، جيڪو پاڪستان جي اترين علائقن توڙي افغانستان ۾ ٽين صدي ق.م ڌاري استعمال هيٺ هو، ليڪن هندستان جي ڪن علائقن ۾ به هن خط ۾ لکيل ڪي لکتون مليون آهن. برهمي خط وانگر هي خط به عوامي سنسڪرت بدران پراڪرت مان نڪتل نظر اچي ٿو. چو ته ان زماني ۾ سنسڪرت کي ديوتائي زبان جو درجو ڏئي عام ماڻهن کان الڳ رکيو ويو هو ۽ عام ماڻهن جون ٻوليون 'پراڪرتون' سڏبيون هيون. برهميءَ وانگر خروشتي لپيءَ ۾ به حرف علت تي ٻڌل ٻٽا پد

کو نہ ٿين. خروشتي خط بنيادي طور گنڌاري ٻولي لکڻ جي ڪم ايندو هو. هن خط جي جوڙجڪ برهمي خط وانگر آهي. جو نہ ٻنهي ۾ حرف علت 'اَ'

خروشتي خط جو نمونو

برهمي (اشوڪا دور) خط جو نمونو

خروشتي/ڪروشتي خط

موجود رهي ٿو. ٻنهي خطن ۾ حرف علت جون نشانيون ذري گهٽ ساڳيون آهن. وينجن يا حرف صحيح، نشانين کي پرسان رکڻ (Juxtaposing) يا هڪٻئي سان ڳنڍڻ (Ligature) سان ٺهن ٿا. پوءِ بہ ٻنهي خطن ۾ ڪافي فرق آهي. هي خط ٽين ۽ چوٿين صديءَ عيسوي تائين، برهمي خط جي جاءِ تي اتر-ڏکڻ هندستان کان ايرندي آسام تائين، خاص طور اشوڪ اعظم جي دور ۾ عروج تي هو ۽ پوءِ گم ٿي ويو. خروشتيءَ ۾ ڪل 31 وينجن يا حرف صحيح آهن. جڏهن تہ برهميءَ ۾ 33 حرف صحيح آهن.

**خروشچيف** (Khrushchev, Nikita): روس جي ناليواري سياسي اڳواڻ ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي پهرئين سيڪريٽري خروشچيف جو پورو نالو خروشچيف نڪيتا آهي. هن 15 اپريل 1894ع تي ڏکڻ اولهہ روس جي هڪ ننڍي ڳوٺ ڪالينوفڪا جي هڪ غريب گهراڻي ۾ جنم ورتو هو. خروشچيف پنهنجي همر منصب جوزف اسٽالن تي تنقيد ڪرڻ ۽ غير ڪميونسٽ رياستن سان امن امان سان رهڻ جي ڪوشش جي ڪري شهرت ماڻي. خروشچيف جو ڏاڏو زرعي غلام هو ۽ سندس والد بہ هاري هو. جنهن زندگيءَ جو گهڻو حصو ڪاڻين ۾ ڪم ڪندي گذاريو. خروشيف پنهنجي تعليم، باقاعدگيءَ سان حاصل نہ ڪئي. اسڪول ڇڏڻ ۽ ڳئن چارڻ کانپوءِ هن موجوده يوڪرين جي علائقي ۾ ڪاڻين ۾ پائيپ لڳائڻ جو ڪم ڪيو. 1918ع ۾ روسي ڪميونسٽ پارٽي (بالشويڪ) ۾ شامل ٿيو ۽ روسي گهرو ويڙهہ (21-1918ع) دوران سرخ فوج ۾ جونيئر پوليٽڪل آفيسر رهيو. 1929ع ۾ خروشيف، اسٽالن انڊسٽريل اڪيڊميءَ ۾ داخلا وٺڻ ماسڪو ويو جتي جلد ئي اڪيڊميءَ جي ڪميونسٽ جماعت جو اڳواڻ بڻيو. 1931ع ڌاري ماسڪو ۾ هن جماعت جي سيڪريٽريءَ جو عهدو بہ سنڀاليو.

1935ع ۾ هو يوڪرين ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو پهريون سيڪريٽري مقرر ٿيو ۽ ٻئي سال پولٽ بيورو جو ميمبر بڻيو. مهاڀاري لڙائيءَ دوران کيس فوجي آفيسرن جي کاڌ خوراڪ ۽ صحت وغيره جو نگران مقرر ڪيو ويو جتان ليفٽيننٽ جنرل جي عهدي تائين وڃي پهتو.

پنهنجي ابتدائي ڪيريئر ۾ اسٽالن جي وڏي حامي هئڻ ڪري 1949ع ڌاري هو سي. پي. ايس. يو جو سيڪريٽري مقرر ٿيو ۽ 1953ع ۾ اسٽالن جي مرڻ سان هن جماعت جو اڳواڻ مقرر ٿيو. اسٽالن جي پاليسين سبب سويت يونين کي ڪيترائي مسئلا درپيش آيا، جن کي حل ڪرڻ لاءِ هن نئين پاليسي اختيار ڪئي. ان پاليسيءَ هيٺ هن ماڻهن جي زندگيءَ جي معيار بلند ڪرڻ، ملڪي صنعت ۽ زراعت تي ڌيان ڏيڻ ۽ هارين جي زندگين کي بهتر بنائڻ لاءِ ڪوششون ورتيون. هن عام ماڻهن کي ثقافتي ۽ عملي زندگيءَ ۾ وڌيڪ آزادي ڏني. هن اهو سڄو ڪم اسٽالن جي اثر کي دور ڪرڻ لاءِ ڪيو. ان جو نتيجو اهو نڪتو، جو عوام جي خلاف دهشت پسند ڪارروايون ختم ٿي ويون. ان هوندي بہ ڪميونسٽ پارٽيءَ جي بالادستي قائم رهي. مئي 1957ع ۾ هن زرعي پيداوار ۾ آمريڪا کان گوءِ کٽڻ لاءِ مهم شروع ڪئي، جنهن ۾ هو 1961ع ڌاري ڪامياب ٿيو. خروشچيف جي ڪجهہ مخالفن ٻاهرين ملڪن ۾ وڃي کيس هٽائڻ جون سازشون ڪيون. خروشچيف وطن واپس اچي انهن مان ڪيترن ئي مخالفن کي پارٽيءَ جي عهدن تان فارغ ڪيو ۽ پارٽيءَ جا اختيار خود سنڀاليا. هي روس خلائي پروگرام جو بہ وڏو حامي هو. 1957ع ڌاري روس Sputnick-I نالي هڪ مصنوعي سيارو خلا ۾ موڪليو. خروشچيف حڪومت دوران روس جا مغرب سان بهترين لاڳاپا قائم ٿيا. هي بنا جنگ جي ڪميونزم کي سرمائيداري نظام (Capitalism) کان بهتر نظام ثابت ڪرڻ جو حامي هو. انهي نظريي جي بنياد تي هن يو. ايس. ايس. آر کي چيني عسڪريت پسند قوتن کان دور رکيو.

خروشچيف ڪيترن ئي مغربي ملڪن جا دورا ڪيا ۽ اعليٰ قسم جي گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيو. 1958ع ڌاري هن سڄي برلن کي اوڀر جرمنيءَ ۾ شامل ڪرڻ جي گهُر ڪئي، پر ائين نہ ٿي سگهيو. ان کانپوءِ هن 1961ع ڌاري ديوار برلن جي تعمير جي منظوري ڏئي ڇڏي.

1962ع ۾ هن دنيا جي ڪجهہ ملڪن کي ڪيوبا کي نيوڪليئر ميزائيل ڏيڻ شروع ڪيا، جنهنڪري دنيا ٽين عالمي جنگ جي موڙ تي اچي بيٺي. هن جيڪي مقصد آڏو رکيا هئا، سي ڪانئس پورا نہ ٿي سگهيا، جنهنڪري 1964ع ۾ گهڻا روسي اعليٰ عهديدار ڪانئس پري ٿي چڪا هئا. آڪٽوبر 1964ع ۾ موڪلون گذارڻ لاءِ جڏهن هو ڪريميا ۾ هو تہ سندس پنيان هن جي مخالفن کيس رياستي ۽ پارٽي عهدن تان هٽائي ڇڏيو.

خروشچيف، 11 سيپٽمبر 1971ع تي وفات ڪئي. جيتوڻيڪ هو پنهنجو مقصد حاصل نہ ڪري سگهيو، پر پوءِ بہ سويت نظام کي بهتر بنائڻ لاءِ سندس ڪوشش کي وساري نٿو سگهجي.

**خريرو (ديهہ)**: تعلقي ڪنڊ ڪوٽ جي هڪ ديهہ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اڪبر شاهہ، مقيم نوناري، ڪنڊ مل هندو، سومر چاچڙ، غلام محمد بجاراڻي، ماڇي ٻندو، چيزل آباد ۽ نواب علي.

**خريف جي موسم**: خريف يا ڪَتيءَ جي موسم 15 اپريل کان پوءِ شروع ٿئي ٿي ۽ 30 جولاءِ تائين هلي ٿي. هن مند جو فصل پوکيءَ کان پنجن يا ڇهن مهينن اندر تيار ٿي ويندو آهي ۽ خريف جي فصل جو لابارو سيپٽمبر ۽

آڪٽوبر مهيني ۾ ٿيندو آهي. خريف جي فصلن ۾ ڪپھ، ڄانور، مڪئي، جوئر، ٻاجهري، مُڱ، ماش، گوار، سويابين، ٻوهي مُڱ، ديسي سٽي، جنتر، توري، پيندي، ڪريلو، گدرا ۽ هنداڻا (ڇانهين) وغيره شامل آهن.

**خريو ديرو (ديهه)**: تعلقي ڪنڊياري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ 'علي محمد ڪلهوڙو' ۽ 'گل محمد ڪلهوڙو' نالي ٻه ڳوٺ آباد آهن.

**خزانة الفقه**: امام العارفين حضرت سيد محمد راشد روضي ڌڻي قدس سره جي فقهي ارشادات جو مجموعو، جيڪو سندن ملفوظات شريف جي ضخيم ڪتاب مان چونڊي، سوڌي سنواري ۽ فقه جي معتبر ڪتابن، قرآن ۽ حديث سان ڀيٽي ۽ اختلافي مسائل تي حاصل بحث سان هڪ هنڌ گڏ ڪري، 'خزانة الفقه' جي نالي سان نوجوان ليکڪ حافظ عبدالقيوم مهر سڪندري ترتيب ڏنو آهي. 110 صفحن جو هي ڪتاب ڊيمي سائيز، رنگين ٽائيٽل ڪچي جلد ۾ آهي. 60 رپين جي هديه واري هن ڪتاب کي 'سڪندريه اڪيڊمي' مدرسه صبغة الاسلام، سوندر، 2008ع/1429ھ ۾ شايع ڪيو آهي.

**خزينة الاوراد وظائف ۽ معمولات (ڪتاب)**: هي ڪتاب حافظ عبدالقيوم سڪندري مهر ترتيب ڏنو آهي. هي ڪتاب درگاهه شريف پير پاڳارا جي ڇهن سجاده نشين بزرگن جي انهن ورد ۽ وظيفن تي مبني آهي، جيڪي سندن روزانه جي بنياد تي معمول هُئا. انهن بزرگن ۾ موجوده پير سائين پاڳارا جا معمولات ۽ وظائف به شامل آهن. ڪتاب جي شروعات ۾ ورد وظائف پڙهڻ لاءِ خاص هدايتون ڏنيون ويون آهن ۽ آخر ۾ شجرا، ختم قادريه ۽ ختم خواجگان نقشبنديه جو طريقو ٻڌايو ويو آهي. چار رنگي ٽائيٽل، ڪچي جلد ۽ 119 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب کي 'سڪندريه اڪيڊمي' مدرسه صبغة الاسلام سوندر- ٽر طرفان رجب 1430ھ/ جولاءِ 2009ع ۾ شايع ڪيو ويو.

**خزينة المخطوطات جلد_1 (ڪتاب)**: مخدوم سليم الله صديقيءَ جو هي ڪتاب سنڌ جي قديم ڪتبخانن ۾ موجود قلمي فهرستن تي مشتمل آهي. سرڪاري توڙي نجي ڪتبخانن ۾ سوين هزارين قلمي نسخا موجود آهن.



مخدوم سليم الله صديقيءَ وڏي محنت ۽ عرق ريزيءَ سان سنڌ جي ادبي ادارن ۽ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود ڪتبخانن ۾ موجود قلمي نسخن جو تفصيل گڏ ڪيو آهي. هن ڪتاب جي پهرين جلد ۾ ڏهن هزارن قلمي نسخن جو تفصيل ڏنو ويو هو ۽ هن ٻئي جلد ۾ ڇهن هزارن مخطوطن / قلمي نسخن جو تفصيل ڏنو آهي. هي ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ڊاڪٽر عبدالغفار سومري جي نگراني ۾ مولانا محمد ادريس سنڌيءَ جي معاونت ۾ تيار ڪيو ويو آهي. هي ڊبل ڪرائون جي 550 صفحن تي مشتمل ڪتاب 2010ع ۾ ڇپيو آهي. ان جي قيمت 500 رپيا آهي.

**خزينة المخطوطات جلد_2 (ڪتاب)**: مخدوم سليم الله صديقيءَ جو هي ڪتاب سنڌ جي قديم ڪتبخانن ۾ موجود قلمي نسخن تي مشتمل آهي. سرڪاري توڙي نجي ڪتبخانن ۾ سوين هزارين قلمي نسخا موجود آهن. مخدوم سليم الله صديقيءَ وڏي محنت ۽ عرق ريزيءَ سان سنڌ جي ادبي ادارن ۽ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ موجود ڪتبخانن ۾ موجود قلمي نسخن جو تفصيل گڏ ڪيو



آهي. هن ڪتاب جي پهرين جلد ۾ ڏهن هزارن قلمي نسخن جو تفصيل ڏنو ويو هو ۽ هن ٻئي جلد ۾ ڇهن هزارن مخطوطن / قلمي نسخن جو تفصيل ڏنو آهي. ڪتاب ۾ 'ڇڳا اکر' جي عنوان سان لکندي ڊاڪٽر محمد ادريس سومري ڄاڻايو آهي ته: ڳڻپ جي اعتبار کان هي بظاهر سورهن هزار قلمي ڪتابن جي معلومات ڏني وئي آهي، حقيقت ۾ اهي 20 هزار ڪتاب آهن. جن ۾ مجموعا ۽ رسالا به شامل آهن. هن ڪتاب جي ٻئي جلد ۾ جن سرڪاري ڪتبخانن معلومات ڏني آهي، تن ۾: انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو، آرڪيالاجيڪل ميوزم عمرڪوٽ، سچل سرمست لائبريري خيرپور، انجمن ترقي اردو ڪراچي ۽ منصورن جا ڪتبخانا شامل آهن. جڏهن ته نجي ڪتبخانن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، الڪبرا اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير، ڪتبخانو قاضي غلام محمد قريشي (هالا پراڻا)، مولانا ڪريم بخش مگسي اڪبر مسجد (ميهڙ)، جامعة الاسلامة قِراني (ڳوٺ عمر پنيرو، عمرڪوٽ)، ڪتبخانو فقير بشير لغاري (ڳوٺ غلام علي لغاري، ڊگهڙي)، مڪتبه مجدديه (ٽنڊو سائينداد)، فهرست مخطوطات ڪتبخانه آشيانه ادب (ڳڙهي ياسين، شڪارپور)، فهرست مخطوطات ڪتبخانه قاضي لعل محمد متعلوي (مٽياري)، ڪتب خانه مفيد عام دواخانه (سيوهڻ)، ڪتبخانه عبدالله بن عبدالله (دربيلو)، ڪتبخانه ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان (حيدرآباد)، ڪتب خانو مدرسه مظهر العلوم (کڏو، ڪراچي)، گل حيات انسٽيٽيوٽ (ڳوٺ آريجا-لاڙڪاڻو) ڪتبخانه پير ميان محمدي قريشي (ابجي)، موسوي لائبريري (روهڙي)، ڪتبخانه مولانا حافظ محمد اسماعيل (کڏو، ڪراچي)، ڪتبخانه مفتي مولانا محمد شفيع (ڪراچي)، فهرست مخطوطات المڪتبه مجدديه نعيميه (ڪراچي)، نور مصطفيٰ لائبريري درسگاهه (فضل آباد، خيرپور)، گلزار خليل لائبريري (سامارو)، ٽالپرن جا قلمي نسخا (لطيف آباد)، صوفي لائبريري (ٽاجپور)، امام بارگاهه علي آباد (حيدرآباد)، پاوندا لاڪا (قمبر) ۽ ڪتبخانه مدرسه باب الرشاد لڪمير (نوابشاهه) اچي وڃن ٿا. هي ڪتاب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ ڊاڪٽر عبدالغفار سومري جي نگراني ۽ مولانا محمد ادريس سنڌيءَ جي معاونت ۾ تيار ڪيو ويو آهي. هي ڊبل ڪرائون جي 550 صفحن تي مشتمل ڪتاب 2010ع ۾ ڇپيو آهي. ان جي قيمت 500 رپيا آهي.

**خس** (Cuscus Grass): هيءَ هڪ قسم جو گاهه آهي، جنهن جي پاڙ کي 'خس'



چيو وڃي ٿو. خس کي عربيءَ ۾ اسير، سنسڪرت ۾ اپايا، هنديءَ ۾ بالا، گجراتيءَ ۾ والو چوندا آهن. هن گاهه ۾ خوشبوءِ نه هوندي آهي، پر هن جي پاڙ خوشبودار هوندي آهي. هي ميٽر تائين ڊگهيون پاڙون سنهن وارن وانگر هونديون

آهن. پنسارين کان خس جون پاڙون ملنديون آهن. خس پوري برصغير، ملايا، ويسٽ انڊيز ۽ برازيل تائين ٿيندو آهي. هن جو مزاج سرد ۽ خشڪ آهي.

**’خستہ‘ نور محمد**: ڪلهوڙا دور ۾، نور محمد ’خستہ‘ سنڌي ٻوليءَ جو پهريون غزل گو شاعر ٿي گذريو آهي. ٻارهين هجري صديءَ ۾ ڳوٺ وَسين (موجوده ٽکڙ) تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ رهندو هو. ان ڪان سواءِ هن جي حيدرآباد ۾ عارضي رهائش پڻ هئي، جتي سندس اچڻ وڃڻ گهڻو ٿيندو هو. مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي درسگاهه مان تعليم حاصل ڪئي هئائين. غزل جو پختو شاعر هو. سندس زندگيءَ جو وڌيڪ احوال نہ ٿو ملي. سندس غزل جو هڪ نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

تا بر افگندي از رخ تو نقاب،
حشر ٿيو آفتاب لايو تاب،
--
آن منم کز تصادمِ هجران،
روز شب ٿو رهان بي خورد خواب،
--
ڪشتيءِ عمرِ من بہ بحرِ غمت،
لهر لوڏن هٿي ڪئي غرقاب،
--
تابشِ حسنِ بيمثالِ سند،
برهہ ڏيئي وري ڪيو بيتاب،
--
’خستہ‘ وَ خوار منجهہ وُسينءَ مون جيئن،
نيست ديگر ڪسي ز شيخ وَ شاب.

**خسخس** (Opium Poppy/ Papaver somniferum): خسخس هڪ ٻوٽو آهي، جيڪو گهڻو ڪري پاڪستان جي اترين جابلو علائقن ۾ پوکيو وڃي ٿو هن ٻوٽي جي تارين ۾ ڏينا (ڏوڏي) ٿيندا آهن، جن کي چيرڏيڻ سان هڪ گلابي رنگ جي پاڻياٺ نکري جمي ويندي آهي، جنهن کي ڏوڏي يا آفيم چئبو آهي. خسخس جي ٻج کي ’پست جو ڪڻ‘ يا ’ڏوڏيءَ جي ڪڻ‘ بہ چئبو



آهي، جيڪا اصل ۾ اڇي رنگ جو سنهڙو ٻج ٿيندي آهي. خسخس ڪيترين بيمارين لاءِ ڪم ايندي آهي. خسخس گرمين جي موسم ۾ مشروب ٺاهڻ سميت ٽترن ۽ انهن جي تازن چاول ٻچن جي ڪاڌي لاءِ بہ استعمال ڪئي ويندي آهي. خسخس جو تاثير نهايت ٿڌو ٿئي ٿو.

**خسرو بيگ مرزا**: سنڌ جي ٽالپر حڪومتي دور (1843ع — 1782ع) جو هڪ امير مرزا خسرو بيگ (1860ع — 1789ع) سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ اهم جڳهہ والاري ٿو هو هڪ ئي وقت امير، سفير، قومي اڪابر، شاعر، مؤلف، مرتب، حاذق طبيب هئڻ سان گڏ مير ڪرم علي خان جي پٽيلي (Adopted Son) جي حيثيت ۾ ٽالپر خاندان ۾ اوچي حيثيت رکندو هو. هن جو جنم 1789ع ۾ جارجيا (Georgia) جي شاهي بگرتيوني خاندان (Begrationi Dynasity) ۾ ٿيو.



هرڪيولس (ڀيو) خسرو بيگ جو ڏاڏو

جنهن سانده هڪ هزار سالن (1917 — 900ع) تائين جارجيا (گرجستان: Georgia) تي حڪومت ڪئي هئي. سامي نسل جي هن خاندان جو واسطو حضرت دائودؑ جي انهيءَ اولاد سان آهي، جن پنجين صدي ق م ۾ فلسطين مان لڏ پلاڻ ڪري جارجيا ۽ آرمينيا کي وڃي آباد ڪيو ۽ ائين صدي عيسويءَ ۾ پنهنجو سياسي اثر ۽ طاقت وڌائي انهن سينٽرل ايشيائي رياستن ۾ پنهنجيون حڪومتون قائم ڪرڻ ۾ ڪاميابي ماڻي. رومي اثر جي ڪري هن خاندان عيسائي مذهب اختيار ڪيو هن خاندان مان مرزا خسرو بيگ گرگين ٻارهين جو پٽ ۽ اليگزينڊر عرف هرڪيولس ٻئي جو پوٽو هو

تمام گهڻين ندين ۽ درياهن وارو هي خطو گرجستان وچ ايشيا جو هڪ حسين ملڪ آهي. ايراني بادشاهہ محمد خان قاچار (1797ع — 1794ع) گرجستان جي حاڪم، هرڪيولس کي شوشيءَ جي نواب جي طرفداري ڪرڻ کان روڪڻ جو بهانو بڻائي، سندس ملڪ تي چڙهائي ڪئي، گرجستان جي گاديءَ واري هنڌ طفلس (Tbilisi) ۾ لٽ مار ۽ عام ڪوس سبب هرڪيولس وڏي مزاحمت ڪئي ۽ سخت زخمي



گرگين خان (ٻارهون) خسرو بيگ جو والد

ٿيڻ سبب گذاري ويو. ان جي جڳهہ تي سندس پٽ گرگين خان ٻارهون تخت نشين ٿيو ان جنگ ۾ شوشيءَ جي قلعي ۾ محمد خان قاچار 2 ذوالحج 1212هه / 18 مئي 1797ع تي مارجي ويو. سندس ڀائيٽيو فتح علي شاهہ قاچار سندس جڳهہ تي تخت نشين ٿيو هن بہ جارجيا تي فوجي ڪاهہ ڪئي، هرڪيولس جي خاندان تحفظ لاءِ ڪاڪيشين جبلن (ڪوه قاف) ڏانهن ڀاڄ ڪئي، ان دوران هرڪيولس جو هڪ پوٽو همايون خان سخت بيماريءَ سبب هلڻ جهڙو نہ رهيو، جنهن کي هڪ باغ ۾ ڇڏيو ويو. بيمار ڀاءُ جي محبت ۾ مرزا خسرو بيگ بہ ساڻس رهي پيو ۽ اتان ايراني جنرل علي مراد هٿان گرفتار ٿي ارس دريا (Aras River) جي ڪناري خيمہ زن فتح علي شاهہ قاچار جي آڏو پيش ڪيو ويو. جتان هو ايران جي بادشاهگر امير حاجي ابراهيم جي سارسنڀال هيٺ آيو. ان وقت مرزا خسروءَ جي عمر 9 سال هئي، ان ريت سن 1801ع ۾ هو 11 سالن جي عمر ۾ فتح علي شاهہ قاچار جي دربار مان آخوند اسماعيل معرفت مير ڪرم علي خان جي ڪفالت هيٺ آيو مير ڪرم علي خان جي حڪم تي هو شروعات ۾ سندس هڪ امير، مير الهداد چنڊ جي گهر ۾ مهمان ٿي

رهيو. جتي مير الهداد جي والده مائي راستي سندس خدمت ڪندي هئي ۽ آخوند اسماعيل ڪيس فارسي ۽ ٻيا علم پڙهائيندو هو.

سن 1223هه / 1808ع ۾ مير ڪرم علي خان پنهنجي پيارن ۽ مصاحبن کي آگاهه ڪيو ته هن خسرو خان کي پنهنجو پٽيلو مقرر ڪيو آهي ۽ سندس نالو مرزا خسرو خان رکيو ويو آهي. 'خسرو' جي نالي جي لغوي معنيٰ 'خوش روءِ' (سهڻي چهري وارو) آهي، جا ننڍپڻ کان ئي سندس عرفيت هئي. سال 1224هه / 1809ع ۾ مير ڪرم علي خان پنهنجي ديرن (زالن) جي خواهش موجب ڪيس پنهنجي جاگير جو وصي (سنڀاليندڙ) مقرر ڪيو ۽ هو اها خدمت وفات تائين نڀائيندو رهيو. مير ڪرم علي خان جي حڪومتي دؤر (1244هه/1828ع -1227هه/1812ع) تائين هو پڙهي لکي، 22 ورهين جو ذهين نوجوان ۽ حڪومتي معاملن جو ماهر ٿي چڪو هو. مير ڪرم علي خان جي اقتداري دور ۽ ان کان پوءِ هُن جو ملڪي معاملن ۾ ڪردار تمام اهم رهيو.

خسرو بيگ سال 1232هه / 1817ع ۾ مير ڪرم علي خان لاءِ علامه محمد حسن ٺٽويءَ جي تاليف ڪيل ڪتاب 'محڪِ ڪمال' جي طرز تي 853 صفحن تي ٻڌل ايران، سنڌ ۽ هند جي چونڊ متقدين فارسي شاعرن جو ڪلام 'محڪِ خسروي' جي نالي سان مرتب ڪيو. جنهن ۾ مختلف شاعرن جا 1627 چونڊ غزل ڏنل آهن. هي خوبصورت قلمي مخطوطو سونهري ۽ رنگين، گلڪاري ۽ چترڪاريءَ سان سينگاريل شروعاتي صفحن سان گڏ بهترين خطاطيءَ جو نمونو آهي، هن جا ٻه نسخا دستياب آهن: هڪ ٽالپرن جي شاهي ڪتب خاني ۾ ۽ ٻيو نسخو لطف الله بدويءَ ۽ ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ جي ڪتب خاني ۾ ڏٺو ويو هو. خسرو بيگ 1271هه / 1854ع ۾ ٽن جلدن ۾ 'مجربات علاج' نالي فارسيءَ ۾ هڪ ڪتاب پڻ تاليف ڪيو، جنهن جي ٻئي جلد ۾ جملي انساني جسماني مرضن جو علاج الف. ب. ت جي ترتيب سان لکيل هو. هن محمد اڪبر ارزانيءَ جي عربيءَ ۾ طب تي لکيل ڪتاب "حدود الامراض" جو به فارسيءَ ۾ ترجمو ڪيو. جيمس برنس پنهنجي ڪتاب 'سنڌ جي درٻار' (A Narative Visit, Court of Sindh) ۾ لکيو آهي ته: مرزا خسرو بيگ 1823ع ۾ بمبئيءَ ۾ ٽالپر حڪمرانن پاران سفارتي مشن تي ويو ۽ اُتان سوڀارو ٿي موٽيو. هُن اهو به لکيو آهي ته "ٽالپرن جي درٻار ۾ سڀ کان اثر وارو امير، مرزا خسرو بيگ آهي، جنهن جي صلاح مشوري سان ٽالپر حڪومت هلائيندا آهن. هو وڏي هلنديءَ وارو شخص آهي. هو هڪ وڏو عالم، اڪابر، سفير ۽ حساس دل وارو انسان آهي. هن پنهنجي دين جي پيءُ مير ڪرم علي خان ۽ ان کان پوءِ وارن ٽالپر اميرن سان وفاداريءَ جو اعليٰ مثال قائم ڪيو آهي." هن هڪ واقعو مرزا خسرو بيگ جي تيز ذهن ۽ حاضر دماغيءَ بابت هن ريت لکيو آهي ته: "مون مير ڪرم علي خان کي چيو ته مون کي پنهنجو هڪ شعر ڏيو جيڪو آءٌ پنهنجي ترار تي اُڪيرائي ڇڏيان، تڏهن مير ڪرم علي خان، مرزا خسرو بيگ کي ويجهو سڏي ساڻس سس پس ڪئي ۽ پوءِ مون کي مير صاحب کان هيءُ شعر مليو:

ز هوشِ فلاطون زبان تيز تر،
ز ابروئ دلدار خون ريز تر.

[ آءٌ افلاطون جي وات مان نڪتل ڏاهپ کان به تيز آهيان ۽ دلدار جي ڀرُن کان به وڌيڪ خون ريز آهيان]

سنڌ جو اهو افلاطون مرزا خسرو بيگ ان دور جي عوام ۾ مقبول ۽ مشهور هو ان دور جي هڪ فارسيدان شاعر سيد مير غلام علي 'مائل' ابن مير علي شير قانع ٺٽويءَ سندس شان ۾ قصيدا چيا آهن. جيڪي 'ڪليات مائل' ۾ موجود آهن. سندس وفات کان پوءِ شيخ ريحان بنگال واري جي پوٽاڻ مان ميان وڏل شاهه علويءَ، سال 1307هه / 1889ع ۾ سندس حياتيءَ ۽ خدمتن تي هڪ ڪتاب "يادگار مرزا خسرو بيگ گرجي" (مرزا خسرو بيگ جون يادگيريون) فارسيءَ ۾ لکي راس ڪيو. ان کان پوءِ هُن دوستن جي چوڻ تي سال 1315هه/ 1897ع ۾ ان جو سنڌيءَ ۾ اختصار (Abridged) لکيو. فارسيءَ وارو نسخو ته زماني جي دستبرد کان محفوظ نه رهي سگهيو، پر سنڌيءَ وارو قلمي نسخو محفوظ رهيو. جنهن کي مرزا قليچ بيگ، انگريزيءَ ۾ "Memoires of Mirza Khusro Beg" نالي سان ترجمو ڪيو.

سال 1843ع ۾ جڏهن چارلس نيپئر، انگريزن جي وفادار مير علي مراد خان کي خيرپور جي تخت تي ويهاري، امام ڳڙهه جي قلعي کي برباد ڪري، مير رستم کي گاديءَ تان لاهي ۽ خيرپور مان ڌوڙائي، حيدرآباد ڏانهن رخ ڪيو. تڏهن مير نصير خان، مرزا خسرو بيگ جي سربراهيءَ ۾ يوسف منگواڻي ۽ غلام علي نظاماڻيءَ تي ٻڌل وفد کي سر چارلس نيپئر سان ڳالهين لاءِ موڪليو پريا لڳ ٻنهي وفدن جي پاڻ ۾ ملاقات ٿي، ڳالهين دوران مرڪزي حڪومت جي سفير جي حيثيت ۾ هن خيرپور رياست تي مير رستم جي بحاليءَ وارو ڀهريون نُڪتو سامهون رکيو. جنهن تي مرزا خسرو بيگ ۽ چارلس نيپئر جي وچ ۾ تيز جملن جي ڏي وٺ ٿي. چارلس نيپئر چيو ته: "آءٌ ڏسندس ته بلوچن جون تلوارون ڪيئن ٿيون انگريزن جي بندوقن ۽ توبن جي گولن جي وسڪاري کي منهن ڏين" ان تي مرزا خسرو بيگ ٺهه پهه وراڻيو ته: "سنڌ ڪو حلوو ناهي، جو توهان (انگريز) ان کي آسانيءَ سان کائي ويندا"

خسرو بيگ، 1843ع ۾ مياڻي ۽ دبي وارين جنگين کان پوءِ ٽالپر حاڪمن جي حرم جي حفاظت ڪندي، قلعي ۾ فوج سان گڏ گهڙندڙ ميجر مئڪفرنس کي ڪٽڙ مان جهليو ۽ سندس ساهه گهٽڻ لڳو. انگريز فوج ميجر مئڪفرسن کي ڇڏائي، خسرو بيگ تي پهرو بيهاري ڇڏيو. چو ته هو جذبات ۾ اچي وڙهڻ لاءِ تيار هو ان وقت مرزا خسرو بيگ جي عمر 55 ورهيه هئي. هُن کي پنهنجي دين جي پيءُ مير ڪرم علي خان پاران سنڌ جي مختلف علائقن سيوهڻ، ٺلٽي، بدين ۽ مير هيلي ۾ 11 جاگيرون، قليلي، گدوبندر ۽ سنڌو درياهه لڳ ڪيترائي باغ مليل هئا. هن لارڊ ايلنبرو پاران 24 مارچ 1844ع تي جاگيرن جي بحاليءَ واري اعلان کان پوءِ ڪا درخواست نه ڏني ۽ سڄي زندگي مالي مشڪلات جو شڪار رهيو. سندس شادي هالا پراڻا جي معزز خاندان جي هڪ ديندار عورت سان ٿي، جنهن مان ڪيس ست پٽ: مرزا قلب علي، مرزا احمد علي، مرزا علي محمد، مرزا ولي محمد، مرزا محمد رحيم، مرزا غلام مصطفيٰ ۽ مرزا غلام مرتضيٰ کان سواءِ نياڻين جو به اولاد ٿيو جن مان هڪ نياڻيءَ جي مرزا قليچ بيگ جي والد مرزا فريد الدين بيگ سان شادي ٿي. سندس ٽي پٽ ڀهريون،

پيو ۽ ڇهون ننڍي هوندي ئي گذاري ويا. جڏهن ته باقي ڇهن پٽن مان به انگريز سرڪار جي نوڪرين ۾ آيا ۽ سنڌ جي سرڪاري طرح خدمت ڪيائون. هن جي خاندان مان ڪيترا ناميارا ۽ اصول پسند ماڻهو پيدا ٿيا. جن سنڌي سماج ۽ سنڌ واسين جي هر سطح تي وڏي خدمت ڪئي آهي. سندس پوٽن ۾ مرزا علي نواز بيگ، مرزا عابد حسين بيگ (مرزا خسرو بيگ جو پڙدار)، مرزا تصدق حسين بيگ، جسٽس مرزا ظفر حسين بيگ، مرزا فضل حسين بيگ، مرزا يوسف علي بيگ، مرزا ابرار حسين، ذوالفقار علي مرزا، نصير مرزا، سوسن مرزا اچي وڃن ٿا. جڏهن ته سندس ڏوهٽن ۾ مرزا قليچ بيگ، مرزا صادق علي بيگ، مرزا علي قلي بيگ. (مرتب: سچل رح جو پهريون رسالو)، نادر بيگ مرزا، همايون بيگ فائق، مرزا منوچهر بيگ، خانصاحب مرزا فرخ بيگ، خانبهادر مرزا سڪندربيگ، مرزا حيدر قلي بيگ، اجمل بيگ، مرزا اسد بيگ، مرزا يوسف علي بيگ، مرزا واجد حسين بيگ، پهرين مسلمان خاتون نثرنگار دلشاد مرزا، اعجاز علي بيگ، نصير مرزا، مهر افروز مرزا جنهن انگريزيءَ ۾ ڪتاب 'Georgian Saga' (2005) ۾ لکي، گرجي خاندان جي علمي، ادبي ۽ ٻين خدمتن تي روشني وڌي آهي. جڏهن ته انهيءَ خاندان مان مرزا اعجاز علي بيگ جي نياڻي ڊاڪٽر فائزه زهره جنهن تهران يونيورسٽيءَ مان مرزا خسرو بيگ جي زندگيءَ، علمي ۽ ادبي خدمتن، خاص ڪري سندس مرتب ڪيل ڪتاب 'محڪِ خسرويءَ' تي ڊاڪٽر محمد رضا شفيع تذڪريءَ جي رهبريءَ (Guidance) ۽ ڊاڪٽر محمد حسين تسبيحيءَ ۽ ڊاڪٽر تقي پورناماداريان جي مشاورت ۾ ڊاڪٽريٽ جي ڊگري 2007ع ۾ حاصل ڪري، پنهنجي وڏن جي علمي ۽ ادبي سلسلي کي قائم ۽ دائم رکيو آهي.

مرزا خسرو بيگ فارسيءَ جو سٺو شاعر هو. سندس ڪلام سندس ڏوهٽي مرزا قليچ بيگ 'گرجي نامہ' جي منڍ ۾ ڏنو آهي.

مرزا خسرو بيگ هڪ وفادار انسان طور پنهنجي اميرن سان ڏکن واري سفر ۾ توڙ تائين نڀايو ۽ ان ريت هڪ اعليٰ اخلاقي مثال قائم ڪيو. جڏهن انگريزن، سنڌ جي ٽالپر اميرن کي ڪلڪتي، ممبئي ۽ پوني ۾ نظر بند ڪيو هو ته پويان اميرن جا حرم سنڌ ۾ سخت ڪسمپرسيءَ واري حالت ۾ زندگي گذارڻ تي مجبور هئا. ٽالپر اميرن جي آزادي، قيدين ۽ حرم وارن جا معاشي مسئلا، جاگيرن جي بحالي، قانوني ويڙهه ۽ ٻيا انيڪ مسئلا درپيش هئا. اهڙيءَ دربدريءَ واري صورتحال ۾ مرزا خسرو بيگ ئي اڪيلو شخص هو. جنهن هن تباهہ حال ٽالپر خاندان سان سچائيءَ سان نڀايو هو باندي ٽالپرن ۽ اميرن جي ديرن لاءِ وڏي آٿت هو ۽ حيدرآباد جي قلعي کان ٽنڊي سائينداد تائين ۽ ٽنڊي سائينداد کان ٽنڊي ٺوڙهي تائين هن شامِ غريبان جي قافلي سان هر قدم ۽ هر قلم رهيو.

خسرو بيگ کي به انگريز سرڪار سخت نظرداريءَ هيٺ رکيو هو. جو ته هن انگريز دور ۾ مصر، ايران ۽ جارجيا وڃڻ لاءِ ڪوشش ڪئي هئي، پر انگريزن کيس اهڙي اجازت نه ڏني، ڇو ته انهن ٽنهي ملڪن سان خسرو بيگ جا سٺا ۽ عزت وارا لاڳاپا هئا. جنهنڪري انگريزن کي شڪ هو ته مرزا خسرو بيگ ڪٿي ٻاهر وڃي سنڌن لاءِ ڪا مصيبت ۽ مسئلو نه ڪڙو ڪري وجهي. 1858ع ۾ جڏهن مير نصير خان جو لاش رات جي وڳڙي ۾ انگريزن، ڪليڪٽر جي بنگلي تي دفنائڻ لاءِ آندو. تڏهن ٻين سوڳوارن سان گڏ مرزا

خسرو بيگ به موجود هو. سال 1859ع ۾ جڏهن مير حسين علي ٽالپر ڪلڪتي مان نظربندي ختم ٿيڻ بعد سنڌ آيو. تڏهن مير حاجي محمد خان، مير يارمحمد خان ۽ ٻين سان گڏ مرزا خسرو بيگ به سندس آجيان لاءِ ونڙي بندر تي پهتل هو. ان وقت مير حسين عليءَ ياران خير و عافيت پڇڻ تي هن هيٺيون شعر چيو:

يڪ غم دوغم سہ غم بود آيا چهار غم

بيچارهِ دل چہ چاره ڪند با هزارِ غم

[هڪ غم، ٻه غم، ٽي غم هجن يا چار، ويچاري دل هزار غمن کي ڪيئن منهن ڏئي.] شعر ٻڌي سڀئي مير ۽ آجيان لاءِ آيل امير روئڻ لڳا.

مرزا خسرو بيگ سدائين ٽالپرن حاڪمن جو دلي دوست ۽ سندن محبت ۾ گرفتار رهيو. ان ڪري هن پنهنجي ڪجهه مُندين تي هيٺيون عبارتون لکرائي ڇڏيون هيون:

(1) 'من نگين است ڪہ ڪنند نيامِ خسرو'

(2) 'خسرو غلام درگهِ سلطان ڪرم علي ست'

(3) 'سلطان ڪرم علي ست ڪہ خسرو غلام اوست'

سنڌ جو هيءُ اهم ڪردار، مرزا خسرو بيگ 2 جمادي الثاني 1277هه/ 16- ڊسمبر 1860ع تي پنهنجي ڳوٺ ٽنڊي ٺوڙهي ۾ وفات ڪري ويو ۽ حيدرآباد شهر جي الهندي پاسي ميرن جي قبن لڳ پنهنجي مهربان ۽ محسن ٽالپر حڪمرانن جي قبرستان ۾ هي شخص سنڌ جي ويجهي ماضيءَ جا باب سيني ۾ سانڍي ابدي آرامي آهي. سندس وفات تي مرزا فريدون بيگ هڪ قطع تاريخ لکي آهي، جيڪا سندس سچي حياتيءَ ۾ آيل اُس ۽ چانوري واري هر رنگ: خدمتن، ڳڻن، ڏکن ۽ جاکوڙ جو تفصيل پيش ڪري ٿي.

**خسرو خان چرڪس:** مرزا خسرو خان چرڪس، ترخان دور جو امير ڪبير هو. هو ملڪي سياست ۽ سلطنت جي سموري نظام تي حاوي هو. هي چنگيز خان جي اولاد مان هو. ابتدا ۾ ملا جاني بنديءَ جو ملازم رهيو. جتان مرزا عيسيٰ خان ترخان اول (962هه/1555ع - 974هه/1566ع) کيس پاڻ وٽ آڻي، پهريان آفتابچيءَ جي عهدي تي رکيو ۽ پوءِ سندس ذاتي خوبيون ڏسي، کيس مختلف پرڳڻن جي عملداري ڏنائين. خسرو خان چرڪس جي روشن مستقبل جي ابتدا جيتوڻيڪ مرزا عيسيٰ جي زماني ۾ ٿي چڪي هئي ۽ مرزا باقيءَ جي دور ۾ به کيس اهميت حاصل رهي، ليڪن سندس اقتدار جو اصلي زمانو مرزا جاني بيگ جي وقت ۾ شروع ٿيو ۽ مرزا غازي بيگ ترخان جي ڏينهن ۾ سندس شهرت ۽ عظمت آسمان تائين پهچي چڪي هئي.

خان خانان ۽ مرزا جاني بيگ جي وچ ۾ جيڪو مقابلو ٿيو. ان ۾ جوانمرديءَ ۽ بهاديءَ جو اصلي نمونو مرزا خسرو چرڪس جو وجود هو. هن سنڌ کي هندي مغلن هٿان بچائڻ خاطر وڏا وس ۽ ڏاڍا جتن ڪيا. جوانمرديءَ ۽ جنگي قابليت جا جوهر قدم قدم تي ڏيکاريا. ليڪن سندس چارو چلي ڪونه سگهيو خان خانان جي تحريڪ تي جاني بيگ صلح لاءِ مجبور ٿيو. لاچار ٿي خسرو چرڪس پڻ پنهنجو سندرو کولي ميدان مان نڪري هليو ويو.

مرزا جاني بيگ کي جڏهن خان خانان هندستان وٺي هليو ته ٻين ترخاني اميرن سان گڏ خسرو خان کي به گڏ وٺي ويو. (عبدالباقي نهاونديءَ جي لکڻ موجب مرزا جاني بيگ، 24 جمادي الثاني سن 1001هه/ 18 مارچ 1593ع تي اڪبر جي درٻار ۾ پهتو).

خان خانان جي سفارش تي جڏهن اڪبر بادشاهه سيوهڻ جي سموري سرڪار ۽ ٺٽي مان لاهري بندر کڍي پنهنجي حڪومت سان ملائي ـ سرڪار نصرپور، سرڪار چاچڪان، باقي سرڪار ٺٽو ۽ سرڪار چاڪرهالا ۽ جوڻ، جاني بيگ جي حوالي ڪئي. ان وقت ٻين ترخاني اميرن سميت ملڪ جي سنڀال ۽ انتظام لاءِ خسرو خان چرڪس پڻ هندستان مان واپس ٺٽي پهتو.

مرزا جانيءَ جي انتقال (27 رجب 1009هه/ 22 جنوري 1601ع) کان پوءِ سنڌ جي ترخاني حصي تي، سندس پٽ مرزا غازي بيگ برقرار رهيو. مرزا غازي بيگ ننڍيءَ عمر جو هو، جنهنڪري خسرو خان چرڪس صحيح معنيٰ ۾ ملڪ جو مختار ڪُل ٿي ويو. انهيءَ زماني ۾ خسرو خان ۽ سندس خاندان جي فردن ايترو اثر حاصل ڪيو ۽ ايڏو تسلط پيدا ڪري ورتو، جو جڏهن مرزا غازيءَ هنن مان جند ڇڏائڻ چاهي ته ڪيس سخت تڪليفون ڏسڻيون پيون ۽ پنهنجي تيرهن ورهين جي دور اندر، مڪمل طرح ڪڏهن به خسرو خان چرڪس کان اختيار ڇڏائي نه سگهيو.

سنڌ جي معاملن ۾ انهيءَ اثر جي بنياد تي جڏهن 1011 هه/ 1602ع ۾ اڪبر بادشاهه، مرزا غازيءَ کي گهرائڻ لاءِ حڪم صادر ڪيو ته مرزا خسروءَ کي ساڻ وٺي اچڻ لاءِ پڻ ان ۾ خاص هدايت ڪئي وئي. ليڪن خسرو جي روش، سنڌ اندر اهڙي نازڪ صورتحال پيدا ڪئي، جو مرزا غازيءَ کي لاچار ٿي، ڪيس پنيان ڇڏي وڃڻو پيو ۽ سندس بدران سندس پٽ لطف الله کي ساڻ وٺي ويو.

خسرو خان جي انهيءَ رويي سبب مرزا غازي بيگ کي ڪيترا دفعا اڪبر بادشاهه جي حضور ۾ پيش ٿيڻو پوندو هو. 1001هه/1592ع کان 1017هه/1608ع تائين چند درمياني وقفن کان سواءِ، خسرو جي مسلسل اقتدار سبب پيدا ٿيل حالتن مرزا غازيءَ کي هن دفعي به مجبور ڪيو ته سنڌ جي ترخاني حصي جون واڳون وري به خسرو خان جي حوالي ڪري وڃي. ان ڪري سندس پٽ لطف الله، پائي خان مرزا سان گڏ قنڌار ويو ۽ خسرو خان پاڻ پنهنجي سرساڳيءَ طرح سنڌ اندر قائم مقام حاڪم رهيو.

مغلن جي فتح ۽ ترخانن جي زوال واري دور ۾ سنڌ جي بچيل حصي تي ٻن ترخان امير خاندانن جو اقتدار رهيو. نصرپور واري پاسي امير شاهه قاسم بيگلار جي خاندان جو ۽ ٺٽي واري حصي تي مرزا خسرو خان چرڪس پنهنجن عزيزن کي ڪل اختيار ڏئي ڇڏيا هئا. سندن اڻ وڻندڙ روين ملڪ ۾ ظلم، تشدد ۽ لاقانونيت جي فضا پيدا ڪري ڇڏي هئي. انهيءَ کان پوءِ 1611ع ۾ خسرو خان چرڪس کي راءِ سنگهه اچي سنڌ مان بيدخل ڪيو. پر هي اجا سنڌ ۾ ئي هو جو ڪيس خبر پئي ته مرزا غازي بيگ انتقال ڪري چڪو آهي، انهيءَ کان پوءِ خسرو خان چرڪس واپس ٺٽي پهتو ۽ سڀ کان پهرين بيدخل ڪندڙن کي تمام اذيت ناڪ سزائون ڏنائين ۽ ان کان پوءِ ٻيهر ملڪ تي قبضو ڪيائين. اڳ وانگر پنهنجا مٽ مائٽ جتي ڪٿي مقرر ڪري اچي ڪاري جو مالڪ بنجي ويٺو. هن سڄيءَ صورتحال جي جڏهن جهانگير بادشاهه کي خبر پئي ته هن هڪدم مير عبدالرزاق معموريءَ کي ٺٽي اماڻيو. عبدالرزاق معموري ٺٽي پهچندي ئي مرزا عبدالعليءَ کي معزول ڪري خسرو خان چرڪس کي پنج صدي منصب جي لالچ ۾ رکي، ملڪ ۽ حالتن کي پنهنجي وس ڪيو. انهيءَ وچ ۾ مرزا رستم 21 محرم 1021هه/ 14 مارچ 1612ع تي پنهنجي لشڪر سميت ٺٽي پهچي ويو. مرزا رستم جي پهچڻ کان پوءِ مير عبدالرزاق ترخانن جي سموري قبيلي کي معزول ڪري عبدالعليءَ سميت سنڌ مان ڪڍي جهانگير وٽ پيش ڪرڻ لاءِ اجمير ڏانهن وٺي ويو. جهانگير وٽ پيش ٿيڻ کان پوءِ جهانگير مرزا عبدالعلي ۽ خسرو خان چرڪس کي قيدخاني ۾ وجهرائي ڇڏيو. ڪجهه عرصي کان پوءِ عبدالعلي مرزا نورجهان بيگم جي سفارش تي آزاد ٿي ويو پر خسرو خان چرڪس آزاد ٿي نه سگهيو ۽ قيد خاني ۾ ئي وفات ڪيائين. هڪ ٻي روايت مطابق مغلن جي قبضي کان پوءِ خسرو خان چرڪس ايران هليو ويو ۽ اتي ئي گذاري ويو.

’حديقة الاولياء‘ جي مصنف سيد عبدالقادر ٺٽوي/ نصرپوريءَ پنهنجي هيءَ تاليف 1016هه/ 1607ع ۾ امير خسرو چرڪس جي نالي منسوب ڪئي، ان وقت هر لحاظ کان سنڌ اندر فقط خسرو چرڪس ئي انهيءَ اعزاز جو مستحق هو. سنڌ جو حاڪم مرزا غازي ترخان وطن کان ڏور هو. سيد عبدالقادر پنهنجو قلمي پورهيو خسرو چرڪس جي نالي منسوب ڪندي جيڪا عبارت لکي آهي، اها به ان ڳالهه جي شاهد آهي ته مولف مذهبي لاڙي کان وڌيڪ خسرو چرڪس جي دنياوي اقتدار کان متاثر هو.

**خسرو خان چرڪس جو مقبرو**: ضلعي ٺٽي ۾ مڪلي ٽڪريءَ تي هي مقبرو مرزا عيسيٰ خان ترخان (اول) جي مقبري کان اتر ۾ سرن جو ٺهيل آهي. پير حسام الدين راشدي تصديق ڪئي آهي ته هي خسرو خان چرڪس جو مقبرو آهي. هن عمارت کي پنج قبا هئا. وڏو قبو وچ تي ۽ چار قبا چئن ڪنڊن کان. هي مقبرو جيئن ته سرن سان ٺهيل هو، ان ڪري ان کي اندرئين پاسي ڪاشيءَ سان سجايو ويو هو. هن مقبري ۾ گچ سان لنبيل قبرون آهن ۽ عمارت سورهين صديءَ جي آخر جي آهي.

**خسرو خان چرڪس جي حويلي**: ٺٽي ۾ موجود خسرو خان چرڪس جي حويليءَ بابت سنڌ جي عظيم مؤرخ پير حسام الدين راشديءَ ’ڳالهيون ڳوٺ وڻن جون‘ ۾ لکيو آهي ته: ”ٺٽي ۾ ترخان امير خسرو خان چرڪس جي حويلي پنهنجي ڏينهن ۾ نهايت عظيم الشان ۽ ڏاڍي خوبصورت هئي. ڪيس عمارتن نهرائڻ ۽ يادگار قائم ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. هن پنهنجي حويلي به اهڙي نهرائي، جو ان جو تعميري حسن نمايان هو. حويلي به ماڙ هئي. غالباً دابگيرن جي محلي ۾ جتي جامع مسجد خسرو خان آهي، ان جي آس پاس هئي. سندس پٽ لطف الله پائي خان جي به حويلي هئي، جيڪا پيءُ جي حويليءَ کان جدا ۽ پرپرو هئي. شيخ ڪالو قريشي، ترخان دؤر ۾ ملتان کان ٺٽي آيو. خسرو خان چرڪس ڪيس گهرنائي ڪري پنهنجي حويليءَ ۾ جاءِ ڏني. خسرو خان جي اولاد ختم ٿيڻ کان پوءِ انهيءَ حويليءَ ۾ شيخ ڪالو جو اولاد رهندو آيو ۽ اجا تائين هيءَ عمارت ساڳئي نالي سان سڏجي ٿي ۽ شيخ ڪالو جو اولاد اتي رهندو ٿو اچي.“

**خسروي، مرزا علي نواز بيگ**: علي نواز بيگ ولد مرزا محمد رحيم بيگ خسروي، 12 سيپٽمبر 1876ع تي ڳوٺ ٽنڊي نوڙهي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم آخوند علي محمد جي مدرسي مان حاصل ڪري 1895ع ۾ ممبئي يونيورسٽيءَ مان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. 1902ع ۾ ڪمشنر سنڌ جي آفيس ۾ پهرين ڪلارڪ مقرر ٿيو. جلد منشي ٿيڻ بعد 1904ع ۾ ميرپور ساڪري ۾ مختيارڪار مقرر ٿيو. 1931ع تائين مختلف هنڌن تي ڊپٽي ڪليڪٽر طور پنهنجا فرض سرانجام ڏنائين. عربي ۽ فارسيءَ

جي تعليم قاضي احمد مان ورتائين. هيءَ سياءَ جو مائيٽو ۽ درويش صفت انسان هو. ڪتاب تصنيف ڪرڻ ۽ مطالعو ڪرڻ سندس خاص مشغلو هو. جيڪو آخري گهڙيءَ تائين جاري رکيائين. سندس مشهور تصنيفون ۽ ڪتاب: 'خاتون جنت'، 'تاريخ اسلام'، 'آفتاب و رسالت'، 'سرتاج امامت'، 'صراط مستقيم' قابل ذڪر آهن. ان ڪانسواءِ ڪيترن فارسي ڪتابن جا ترجما به ڪيائين. مرزا علي نواز بيگ خسروي 1970ع ڌاري وفات ڪئي.

**خشتي حويلي**: ٺٽي جي تاريخي ماڳن مان خشتي حويلي به هڪ آهي. ڪتاب 'ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون' ۾ پير حسام الدين راشديءَ لکيو آهي ته: "ٺٽي ۾ غلہ بازار (اناج بازار) جي ويجهو خشتي حويلي پنهنجي حسن ۽ خوبيءَ سبب گهڻو مشهور هوندي هئي. خشتي حويلي غالباً انهيءَ ڪري سڏجڻ ۾ آئي، جو اها سڄي پڪسري هئي. انهيءَ حويليءَ جي ڪنڊ ۾ سيد ابراهيم شهيد جي مزار هئي. 1190هه بمطابق 1776ع تائين انهيءَ حويليءَ جا آثار موجود هئا. ڪنهن جي هئي ۽ ڪهڙي دور ۾ نهي، اها اجا تحقيق طلب ڳالهہ آهي".

**خشڪ**[1] **(ديهه)**: تعلقي ميرپور ماٿيلي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

اعتبار خان خشڪ، چتو ملڪ، پير بخش لغاري، منو لغاري، ڪوڙو لغاري، تاري لغاري، حاجي عثمان لغاري، محمد خان پتافي، ڪينجهر/ ديرا سردار احمد علي خان پتافي ۽ گل بهار لغاري.

**خشڪ**[2] **(ديهه)**: تعلقي دادو جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

محمد خان خشڪ، فريد خان خشڪ، وزير ماڇي، سومار چانڊيو، مصري ماڇي ۽ هاشم خشڪ.

**خُشڪ (ذات)**: خشڪ ذات جو پسمنظر هن ريت بيان ڪيو ويو آهي ته بلوچستان ۾ بليدا ماڙيءَ ۾ ڇهن ڳوٺن مان هڪڙي ڳوٺ جو نالو 'خشڪ' هو. ان خشڪ ڳوٺ جي رهائشي نسبت سان اتي رهندڙ ذات جا ماڻهو 'خشڪ' سڏيا ويا. ايس. صادق ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ خشڪن کي رندن جي پاڙي مان ڏيکاريو آهي. ڪن محققن ڪين جتوئي ذات جي نکن ۾ شامل ڪيو آهي. انگريز سرڪار 1911ع ۽ 1931ع جي آدمشماري پڌرنامي ۾ توڙي رجرڊ برٽن، خشڪن کي 'سماٽي جت' ڄاڻايو آهي. خشڪ سرائيڪي ۽ جتڪي زبان ڳالهائين ٿا، جنهنڪري 'سرائي' به سڏجن ٿا. خشڪ ذات جا ماڻهو سنڌ جي ڪيترن ئي ضلعن جهڙوڪ نوابشاهه، ٺٽي، دادو ۽ نوشهروفيروز ضلعن ۾ ۽ هين هنڌن تي رهن ٿا.

**خشڪسالي** (سوڪهڙو/Drought): دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ سالن جا سال برسات نہ پوي ۽ اتي پاڻيءَ جي اڻ هوند ٿئي تہ اهو خطو خشڪساليءَ جو شڪار بڻجي وڃي ٿو. عام طور خشڪ سالي معمول کان گهٽ برسات پوڻ جي ڪري ٿيندي آهي، جنهنڪري فصل تمام گهڻو متاثر ٿيندا آهن ۽ هي جيوَت تي پڻ خراب اثر پوندا آهن. سنڌ اندر خشڪ ساليءَ جو گهڻو شڪار اڪثر ٿرپارڪر وارو خطو ٿيندو رهيو آهي، جتي پاڻيءَ جي کوٽ ۽ برساتن نہ پوڻ سبب ڪيترائي پيرا وڏا ڏڪار پيا آهن. ان ڏس ۾ 'ڇپنو ڏڪار' (سنبت 1956 مطابق 1899ع) هن ڏڪار ۾ هزارين سوين ماڻهو ۽ جانور جانور اجل جو شڪار ٿي ويا هئا. ٿر ۾ مسلسل خشڪ سالين سبب فصلن ۽ پوکن جي نہ ٿيڻ ڪري، هاري ۽ مالوند ماڻهن ۾ لڏ پلاڻ پڻ شروع ٿي ويندي آهي.

خشڪ ساليءَ وارو آبهوا جو هي عمل قديم آهي. خشڪ ساليءَ جي واقعن جو ذڪر سمورن قديم مذهبي ڪتابن ۾ بہ ملي ٿو انجيل ۾ بہ خشڪ ساليءَ جو ذڪر، حضرت يوسف جي مصر ۾ اچڻ ۽ بني اسرائيل قوم جو لڏڻ،



اهڙن موسمي واقعن ڏانهن اشارو ڪن ٿا. خود سنڌو تهذيب جي برباد ٿيڻ جو سبب جتي زلزلا هڏايا وڃن ٿا، اتي سنڌو درياهہ جو رخ بدلائڻ ۽ برساتن جو نہ پوڻ بہ هڪ اهم سبب رهيو آهي. انسان جي ارتقا ڪن عالمن جي نظر ۾ آفريڪا ۾ ڄاڻائي وئي آهي، پر انسان جي اتان نڪري دنيا جي ٻين خِطن ۾ پکڙجڻ جو ڪارڻ پڻ خشڪ سالي هو. اها 13500 سال اڳ جي تاريخ آهي.

موسميات جي ماهرن جو چوڻ آهي تہ ايندڙ زماني ۾ ماحولياتي ۽ موسمي اثرن سبب هماليہ سلسلي جي ندين جي ڪناري آباد گهٽ ۾ گهٽ



2.4 بلين ماڻهو، جن ۾ ڀارت، چين، پاڪستان، نيپال ۽ برما وغيره اچي وڃن ٿا. خشڪساليءَ جو شڪار ٿي سگهن ٿا. هندستان ۽ پاڪستان ۾ خشڪ ساليءَ اچڻ سان گنگا ۽ سنڌو نديءَ تي وڏا اثر پوندا. ڄاڻائڻ تہ انهن ندين جي خشڪ ٿيڻ سان هڪ ملين ماڻهن جي متاثر ٿيڻ جو خطرو آهي. 2006ع جي هڪ سروي رپورٽ موجب ٿوري عرصي ۾ ٻيلا ختم ٿي ويندا، جيڪا ماحولياتي بگاڙ جي بد ترين صورتحال ثابت ٿيندي. ماحوليات ۽ جهنگلي جيوت بابت ڪم ڪندڙ اداري W.W.F جي هڪ رپورٽ موجب ٻيلن ۾ وڻن جي سڪڻ سبب نہ صرف خشڪ ساليءَ ۾ اضافو ٿيندو، پر سڪل وڻن جي گاٽ، باهہ جو سبب ڪارڻ بڻبي، خشڪ ساليءَ سبب آفريڪا ڪنڊ بہ صحرا ۾ تبديل ٿي رهيو آهي.

**خشڪ، عبدالله:** بزرگ عبدالله خشڪ. گيل موري، ڳوٺ قاسم خشڪ، تعلقي گهوڙا ٻاري. ضلعي ٺٽي ۾ 1933ع ڌاري ڄائو. قرائت جو فن ۽ علم قرائت محمد ميهڙ واري کان سکيو. 30 سال مدرسه هاشميه سجاول ۾ درس ۽ تدريس جو ڪم ڪيائين. قرائت جي فن لاءِ ڪيس مڪي ۾ سعودي حڪومت گهرايو ۽ سعوديه جي قاري عالمن قرائت جي فن ۾ ڪيس وڏو داد ڏنو. مڪي جي پيش امام ڪيس پاڻ وٽ رکايو، جتي ڪيترا سال قرئت جو فن سيکاريندو رهيو. هن 1981ع ۾ حياتيءَ جون 48 سال بهارون ماڻي، هن دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. سندس مدرسو گيل موريءَ پرسان 'قاسم العلوم خشڪ' جي نالي سان هلندڙ آهي، جنهن ۾ ڪيترا شاگرد عربي ۽ فارسي علم پڙهي رهيا آهن. هن مدرسي جي نگراني مولوي خدابخش خشڪ ۽ سندس پاءُ ڪري رهيو آهي. قاري عبدالله خشڪ پاڪستان ۽ دنيا جو مجيل قاري هو. هي عالم ابن قاسم مسجد جي پويان آرامي آهي.

**خصائص علي بن ابي طالب** عليه السلام **(ڪتاب):** هيءُ ڪتاب امام نسائيءَ جو عربي ٻوليءَ ۾ لکيل آهي، جنهن جو سنڌي ترجمو حافظ مولانا سعيد احمد ڀُٽي ڪيو آهي. امام نسائيءَ جي هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ هي پهريون ترجمو آهي. هن ڪتاب ۾ حضرت علي بن ابي طالب عليه السلام جون خصوصيتون ۽ فضيلتون امام احمد بن شعيب امام نسائي رضه حديثن جي روشنيءَ ۾ بيان ڪيون آهن. امام نسائيءَ پنهنجي هن ڪتاب ۾ 194 حديثن وسيلي حضرت عليؑ جي افضليت، شان ۽ رتبي کي بيان ڪيو آهي. مترجم مولانا سعيد ڀٽي ڪتاب جي ترجمي سان گڏ هر هڪ حديث تي تفصيلي روشني وڌي آهي. هن ڪتاب ۾ مترجم تفصيلي مقدمو به شامل ڪيو آهي.



ڊيمي سائيز جو 408 صفحن تي مشتمل هي ڪتاب، خان محمد قريشي ٻوبڪائي، 2009ع ۾ ڇپرايو آهي. ڇئن رنگن جي ٽائٽل، پڪي جلد ۽ ڊسٽ ڪور واري هن ڪتاب جي قيمت 300 رپيا آهي.

**خضدار:** خضدار بلوچستان صوبي ۾ قلات ڊويزن جو هڪ ضلعو ۽ شهر آهي. خضدار جي اتر ۾ ضلعو قلات، ڏکڻ ۾ ضلعو لسٻيلو ۽ ضلعو گوادر واقع آهن. خصدار جي اوڀر ۾ دادو اولهه ۾ ضلعو قلات، ضلعو خاران، ضلعو پنجگور ۽ ضلعو تربت آهن. هيءُ ضلعو گهڻي ڀاڱي جابلو علائقو آهي. ضلعي جي اوڀر ۾ کيرٿر ۽ پب جبلن جا سلسلا آهن. هن ضلعي جون مشهور نئيون ڪولاچي، پورالي، نالي ۽ بينگوال آهن. هتي جا ماڻهو نهايت جفاڪش ۽ محنتي آهن. جانور پالڻ، ٻني ٻارو ڪرڻ ۽ ننڍيو وڏو ڪاروبار سندن گذرسفر جا اهم ذريعا آهن. ربيع (چيٽ) جي موسم ۾ ڪڻڪ، بصر، مٽر، ٿوم ۽ خريف (ڪتيءَ) جي موسم ۾ چانور، ڪجور، مڱ، جوئر ۽ ماش پوکيندا آهن. لذيذ ميوا، انگور، بادام، صوف، چانهيون، ناسپاتيون ۽ ڏاڙهون هتي جام ٿيندا آهن. هيءُ علائقو قدرتي وسيلن سان مالا مال آهي. هتي بيرائيٽ، مينگنا سائيٽ، ڪرومائيٽ ۽ ٻين ڪيترين معدنيات جا ذخيرا موجود آهن. هتي خشڪ موسم جي ڪري، آبپاشيءَ جي لاءِ ٽيوب ويلن ۽ ڪاريزن تي گهڻو انحصار ڪيو وڃي ٿو. خضدار جي تاريخي ۽ جاگرافيائي حوالي سان وڏي اهميت آهي. خضدار بلوچستان صوبي جو ٻيو نمبر وڏو ضلعو ۽ شهر آهي، ان کان سواءِ قلات ڊويزن جو هيڊڪوارٽر به آهي. خضدار، ملڪ جي آر. سي. ڊي قومي شاهراهه تي ڪراچي ۽ ڪوئيٽا جي وچ تي آباد آهي. خضدار چار سو سال قبل مسيح ۾ آباد ٿيو. هن جو اصل نالو توران آهي، جنهن جي معنيٰ 'ڪپهه پيدا ڪرڻ وارو شهر' آهي. خضدار ڪپهه پيدا ڪرڻ ۾ مشهور آهي. خضدار ۾ ٻن اصحابه ڪرام جون مزارون چيون وڃن ٿيون. خضدار جهالاوان جي نالي سان به مشهور آهي، جنهن جي معنيٰ مهمان نوازي آهي. خضدار جي آبادي نو لک جي لڳ ڀڳ آهي ۽ پنجن تعلقن: خضدار، وڍ، نال، زهري ۽ ڪرخ تي مشتمل آهي. خضدار سردين ۾ سرد ۽ گرمين ۾ گرم آهي. خضدار ۾ اڪثر ماڻهو براهوي زبان ڳالهائين ٿا، پر هتان جي مادري ٻولي بلوچي آهي. سنڌ ويجهو هئڻ سبب هتان جي ماڻهن جي سنڌ سان وابستگي ۽ اچڻ وڃڻ رهي ٿو. خضدار ۽ دادوءَ جي بارڊر گڏيل آهن. رقبي جي لحاظ کان خضدار ملڪ جو سڀ کان وڏو ضلعو آهي. بلوچستان جا اڪثر وڏا سردار هتي رهن ٿا، جن ۾: سردار عطاءُ الله مينگل، سردار نصر الله ساسولي، سردار اسلم بزنجو ۽ ٻيا شامل آهن. سياسي حوالي کان پونم جي اڳوڻي سربراهه سردار عطاءُ الله مينگل، مير غوث بخش بزنجي، سردار ثناءُ الله زهريءَ، مير حاصل بزنجي، مير اسرار زهريءَ ۽ سردار اختر جان مينگل جو تعلق خضدار سان آهي.

خضدار جي تاريخ هزارين سال پراڻي آهي، مهر ڳڙهه جا قديم آثار ٻڌائين ٿا ته خضدار پٿر ۽ ٽامي واري دور ۾ به آباد هو. سنڌو تهذيب جا ڪيترائي ماڳ هتي ملن ٿا، جن جو تفصيلي ذڪر 'بلوچستان جي قديم آثارن جي ڊائريڪٽري' ڪتاب ۾ موجود آهي.

24هه / 644ع ۾ حضرت عمر رضه جي دؤر ۾ بلوچن اسلام قبول ڪيو. ان کان سواءِ هيءُ علائقو امير معاويه، ناصر الدين، التمش، قباچه، سبڪتگين ۽ خليفي منصور جي ماتحت به رهيو آهي. قديم فارسي ادب ۾ خضدار جو ذڪر تمام گهڻو ملي ٿو. فارسيءَ جي مشهور شاعره رابعا خضدار جا شعر به خضدار جي تذڪرن ۾ موجود آهن، جنهن جي مزار خضدار شهر جي هڪ ننڍي پهاڙيءَ تي آهي. شهر ۾ موجود 'خضدار قلعو' به ماضيءَ جو اهم يادگار آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 'سنڌي موسيقيءَ جي تاريخ' ۾ سر ڪوهياريءَ تي بحث ڪندي لکيو آهي ته رسالي ۾ سسئيءَ جو 'سُر ڪوهياري'، خضدار (ڪوهستان) واري ايراضيءَ جي مقامي ۽ آڳاٽي موسيقيءَ جو يادگار آهي. هن جي خيال ۾ ڪوهيار لفظ خضدار مان ورتو ويو آهي. خضدار شهر، ڪراچيءَ کان 240 ميلن ۽ ڪوئيٽا کان 200 ميلن جي فاصلي تي واقع آهي. شهر جي ڪل ايراضي 20 اسڪوائر ڪلوميٽر آهي ۽ سرڪاري دفترن جو علائقو سول لائينز جي نالي سان مشهور آهي. هتي ريڊيو اسٽيشن، ايئرپورٽ، ٽيليفون ايڪسچينج، وائرليس ۽ ٽيلي پرنٽر جون سهولتون موجود آهن. هتي موسميات کاتي جو دفتر پڻ آهي. ان کان سواءِ دبئي حڪومت جي تعاون سان تعمير ٿيل خوبصورت جامع مسجد به آهي. هتي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين لاءِ الڳ الڳ ڪاليج، هاءِ اسڪول، ماڊل پبلڪ اسڪول ۽ هڪ انجنيئرنگ ڪاليج پڻ آهي. هتي براهوي زبان ۾ هڪ هفتيوار 'ايلم' نالي رسالو به نڪري ٿو.

**خضرائي، ميان بيگ انڍڙ:** مشهور عالم، عارف ۽ شاعر ميان بيگ خضرائي، 1820ع ۾ تعلقي پني عاقل ۾ ڄائو. هي عوامي ۽ صوفي شاعر بيدل فقير جو همعصر هو. سندس ڳوٺ مُلا علي مهيسر ويجهو آهي، جتي سندس نالي پنيان خانقاهه موجود آهي. روايت آهي ته هي پير باعد جي قبرستان ۾ مدفون ستن سلطانن مان هڪ خضر سلطان جي اولاد مان آهي. ميان بيگ جا پني عاقل، گهوٽڪي ۽ ڪشمور- ڪنڌڪوٽ ۾ مريد ۽ معتقد هئا. شينهن جي شڪار ڪرڻ تي انگريز سرڪار کيس پروانو ۽ بندوق انعام ۾ ڏني هئي. هن جي شاعريءَ جو بياض سندس پوين وٽ محفوظ آهي. هن ڪافيون ۽ بيت، مومل ۽ مارئي تي مناظرا ۽ شينهن جي شڪار تي مثنوي لکي. ان ڪان سواءِ سندس فارسي زبان ۾ به ڪافي ڪلام موجود آهي. سندس مزار ڇيچڙي لڳ پير باعد ۾ خضر سلطان جي پيرانديءَ ۾ آهي. سندس ڪافيون وڏيءَ عقيدت سان ڳايون وينديون آهن.

**خضر چاچڙ (ديهه):** تعلقي پني عاقل ۾ هن نالي سان هڪ ديهه، جنهن ۾ ڪو به ڳوٺ نه آهي.

**خضر حيات خان، سردار:** سياستدان ۽ قانوندان خضر حيات خان، جو جنم 1933ع ڌاري لاهور ۾ ٿيو. 1953ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج لاهور مان بي. اي ۽ پوءِ لا ڪاليج مان ايل. ايل. بي جي ڊگري حاصل ڪيائين. تعليم حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ چڪوال ۾ وڪالت ڪيائين. 1958ع ۾ سرڪاري وڪيل ٿيو. 1962ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر تي صنعتي ۽ قدرتي وسيلن جو پارلياماني سيڪريٽري ٿيو. ان سال دولت مشترڪه جي اجلاس ۾، ڪوالالمپور ۾، پاڪستاني وفد جي



اڳواڻي ڪيائين. 1964ع ۾ آمريڪا ويو. 1965ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1970ع جي عام چونڊن ۾ ڪنوينشن مسلم ليگ جي ٽڪيٽ تي جهلم مان قومي اسيمبليءَ جي اميدوار طور ناڪام ٿيو. 1976ع جي عام چونڊن ۾ پيپلز پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. پاڪستان قومي اتحاد (P.N.A) جي تحريڪ دوران ذوالفقار علي ڀٽي جي حڪومت جي پاليسين سان اختلاف رکڻ ڪري، قومي اسيمبليءَ جي ميمبر جي حيثيت سان دستبردار ٿيو. هن 1993ع ۾ وفات ڪئي.

**خضر حيات، قاضي:** ناليواري انجنيئر، آرٽسٽ، مصور ۽ ڪاشيگر قاضي خضر حيات ولد قاضي عبدالحئي 'قائل'، 12 اپريل 1945ع تي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ علمي ادبي گهراڻي ۾ جنم ورتو. سندس ڏاڏو قاضي عبدالحق وڏو عالم هو ۽ سندس پڙڏاڏو مولوي خوش محمد پڻ بلند پايه عالم ۽ 'قاضي القضات' جي عهدي تي فائز رهيو هو. جنهن وٽ ڳوٺ خيري ديري ۾ هڪ شاهڪار ڪتبخانو هو.

قاضي خضر حيات مئٽرڪ تائين تعليم رتيديري ۾ حاصل ڪئي، 1968ع ۾ بي. اِي (سول)، سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج مان ڪيائين ۽ ان ڪان پوءِ ايم. آءِ. اِي (ميمبر آف انسٽيٽيوٽ آف انجنيئرس) جي ڊگري ورتائين. گڏوگڏ فائن آرٽس ۾ ڊپلوما ڪيائين هن نيشنل ڪاليج آف آرٽس، لاهور مان ڪاشيگريءَ (Ceramics) جو سرٽيفڪيٽ پڻ حاصل ڪيو. قاضي خضر حيات نوڪريءَ جي شروعات اريگيشن کاتي



ڪان ڪئي ۽ جلد ئي سنڌ يونيورسٽي انجنيئرنگ ڪاليج ۾ ليڪچرر ٿيو ان ڪان پوءِ پبلڪ سروس ڪميشن جو امتحان پاس ڪري، اين. اي. ڊي انجنيئرنگ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو جتي ٽي سال نوڪري ڪرڻ ڪان پوءِ پهرين پي. آءِ. ڊي. سي شگر مل لاڙڪاڻي ۾ اسسٽنٽ انجنيئر ۽ پوءِ اسٽيل مل ڪراچيءَ ۾ انجنيئر ٿي رهيو. ان ڪان پوءِ پاڪ سعودي فرٽيلائيزر ميرپور ماٿيلي ۾ ڇهن سالن تائين پراجيڪٽ انجنيئر ٿي ڪم ڪيائين. جنهن بعد مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽي ڪاليج، نوابشاهه ۾ انجنيئر ٿي آيو. جڏهن هيءُ ڪاليج 1996ع ۾ قائد عوام انجنيئرنگ يونيورسٽي آف سائنس اينڊ ٽيڪنالاجيءَ ۾ تبديل ٿيو ته قاضي خضر حيات اتي پراجيڪٽ ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. جتان 2005ع ۾ رٽائر ڪيائين. قاضي خضر حيات جون سول انجنيئرنگ ڊزائيننگ بابت 1973ع ۽ 1978ع ۾ ڪيترين تحريرون ڇپجي مقبول ٿيون. هن شاعري به ڪئي ۽ ڪالم ۽ ڊراما به لکيا. قاضي خضر حيات آرٽ، ڪرافٽ ۽ ڪاشيگريءَ جي ميدان ۾ عالمي معيار جو ڪم ڪيو آهي.

قاضي صاحب 81-1980ع جي شروعات ۾ مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽيءَ ۾ ملازمت دوران ڪاشيگريءَ جي ڪم ۽ شاهڪارن کي گڏ ڪري، سوسائٽي نوابشاهه 'سڪندر آرٽ گيلري' قائم ڪئي جنهن جو پاڻ سرپرست آهي. قاضي صاحب پنهنجي سڄي زندگيءَ جي ڪمائي ۽ محنت هن آرٽ گيلريءَ ۾ خرچ ڪئي آهي. قاضي صاحب ايجوڪيشن سوسائٽي نوابشاهه'، 'ڪوآپريٽو هائوسنگ سوسائٽي نوابشاهه' جو صدر رهيو آهي ۽ هن وقت 'سچل اسپيشل ايجوڪيشن سينٽر' نوابشاهه جي پيرينٽس ٽيچرس ائسوسيئيشن جو اڳواڻ آهي. قاضي صاحب کي آمريڪن بايوگرافيڪل انسٽيٽيوٽ 1980ع ۾، سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن 1984ع ۾، لطيف ادبي اڪيڊمي، سنڌ 1987ع ۾ گولڊ ميڊل ڏنا آهن. جڏهن ته کيس وزيراعظم پاڪستان پاران به پيرا نقد انعام به ملي چڪو آهي.

قاضي خضر جپان، سينگاپور ۽ بئنڪاڪ جا دورا ڪري چڪو آهي. سندس اولاد ڇئن نياڻين ۽ هڪ پٽ تي مشتمل آهي، جن مان به نياڻيون: وحيده قاضي ۽ فهميده قاضي آرڪيٽيڪٽ آهن. جڏهن ته سندس هڪ ڌيءَ تهمينه قاضي اُستاد ۽ هڪ ڌيءَ سنجيده قاضي ڊاڪٽر آهي. سندس پٽ سڪندر پڻ سول انجنيئر ۽ فائن آرٽ جو استاد آهي ۽ گڏوگڏ سنڌي ٻوليءَ جو سلو شاعر آهي.

قاضي خضر حيات رٽائرمينٽ ڪان پوءِ ٽي سال اي. سي. اِي (Associate Consultant Engineers) جي فرم ۾ پراجيڪٽ انجنيئر رهي، 'حضرت بري امام' 'اسلام آباد جي هڪ وڏي پراجيڪٽ ۾ ڪم ڪرايو ۽ هن وقت سنڌ ايگريڪلچر يونيورسٽي، ٽنڊي ڄام ۾ پراجيڪٽ ڊائريڪٽر آهي.

**خضر عليہ السلام**: هڪ مشهور بزرگ. حضرت خضر عليہ السلام جي شخصيت ۽ زندگي بابت اختلافي روايتون ملن ٿيون جن موجب ڪن جو خيال آهي تہ حضرت خضرؑ نبي هو تہ ڪي ان کي ولي قرار ڏين ٿا. حضرت خضر جي نبي هجڻ جي ثبوت ۾ عام طور سورة 'الڪهف' جون چار آيتون دليل طور پيش ڪيون وڃن ٿيون:

(1) اٰتَيْنٰهُ رَحْمَةً مِّنْ عِنْدِنَا (سورة الڪهف آيت: 65): (اسان هن (خضر) کي پنهنجي طرفان رحمت عطا ڪئي). هتي رحمت مان مراد نبوت ورتي وڃي ٿي.

(2) وَعَلَّمْنٰهُ مِنْ لَّدُنَّا عِلْمًا (سورة الڪهف آيت: 65): (اسان کيس پنهنجي طرفان لُدني علم سيکاريو) هي علم بہ نبوت جي شان تي دلالت ڪري ٿو.

(3) حضرت موسيٰ عليہ السلام، حضرت خضر کي چيو: هَلْ اَتَّبِعُكَ عَلٰٓى اَنْ تُعَلِّمَنِ مِمَّا عُلِّمْتَ رُشْدًا (سورة الڪهف آيت: 66): (ڇا آءٌ اوهان سان گڏ هلان ان شرط تي تہ توهان مون کي پنهنجي هدايت واري (باطني) علم مان ڪجهہ سيکاريو).

(4) وَمَا فَعَلْتُهٗ عَنْ اَمْرِيْ (سورة الڪهف آيت: 82) (حضرت خضر عليہ السلام وراڻيو تہ مون هيءُ سڀ ڪجهہ پنهنجي حڪم سان نہ ڪيو آهي.)

[حوالو: تفسير مواهب الرحمٰن. ص 16-10]

ڪن روايتن ۾ عقيدن موجب حضرت خضر عليہ السلام اڃا تائين زنده آهي ۽ خدا تعاليٰ کيس درياهن ۽ سمونڊن تي وَس عطا ڪيو آهي ۽ هو صُور ڦوڪجڻ تائين زنده رهندو. امام بخاريءَ جي روايت موجب حضرت موسيٰ عليہ السلام هڪ ڏينهن بني اسرائيل جي اجتماع کي خطاب ڪري رهيو هو تہ هڪ ماڻهوءَ سوال ڪيو تہ ”ماڻهن ۾ سڀ کان وڏو عالم ڪير آهي؟“ حضرت موسيٰ عليہ السلام جواب ڏنو تہ آءٌ. ان تي الله تعاليٰ، حضرت موسيٰ عليہ السلام تي ناراض ٿيو ۽ کيس وحيءَ ذريعي پيغام موڪليائين تہ هو 'مجمع البحرين' جي مقام تي هڪ شخص سان وڃي ملي، جيڪو هن کان وڏو عالم آهي ۽ گڏوگڏ کيس اهو بہ حڪم مليو تہ ڳوٿريءَ ۾ هڪ مڇي کڻي وڃي، جتي مڇي گم ٿي وڃي. اُتي سندس اُن شخص (حضرت خضر عليہ السلام) سان ملاقات ٿيندي.

حضرت موسيٰ عليہ السلام پنهنجي خادم سان گڏ سفر تي روانو ٿيو. جنهن جي منزل مجمع البحرين هئي. اتي کيس حضرت خضر عليہ السلام مليو. حضرت موسيٰ عليہ السلام هن سان گڏ هلڻ جي اجازت طلب ڪئي تہ جيئن هو سندس باطني علم مان فائدو حاصل ڪري سگهي، ان تي حضرت خضرؑ، حضرت موسيٰ عليہ السلام کي تاڪيد ڪئي تہ هو ان کان ڪنهن بہ ڳالهہ جي تشريح طلب نہ ڪندو ۽ اهو بہ چيائين تہ ٿي سگهي ٿو تہ تون منهنجو ساٿ ڏئي نہ سگهين. بهرحال سفر دوران حضرت خضر عليہ السلام هڪ ٻيڙيءَ ۾ سوراخ ڪيو، هڪ ڇوڪري کي قتل ڪيو ۽ هڪ ڪِرندڙ ڀت جي تعمير ڪئي، جنهن تي حضرت موسيٰ عليہ السلام صبر ڪري نہ سگهيو ۽ نيٺ انهن عملن جي وضاحت پُڇي ويٺو جنهن تي حضرت خضر عليہ السلام فرمايو تہ: ”مون اڳيئي چيو هو تہ تون صبر نہ ڪري سگهندين“. نيٺ حضرت خضرؑ، حضرت موسيٰؑ جو ساٿ ڇڏي ڏنو ۽ ويندي وقت پنهنجن عملن جي تشريح ڪندي کيس ٻڌايو تہ: ”جنهن ٻيڙيءَ ۾ مون سوراخ ڪيو، اها ڪن غريبن جي هئي ۽ ان وقت اتي هڪ ظالم بادشاهہ پچڻ وارو هو، جيڪو اتي پچي سيني جون ٻيڙيون ڪٽائي وڃي ها، پر هن سوراخ واري ٻيڙي ڏسي ڇڏي ڏني. ٻيو تہ جنهن ڇوڪر کي قتل ڪيو ويو، ان جا والدين مؤمن هئا، هيءُ ڇوڪرو وڏو ٿي، مشرڪ بڻجي، والدين جو نافرمان ٿئي ها، پر هاڻي ان جي بدران خدا کين اهڙو پٽ عطا ڪندو، جيڪو نيڪ هوندو. ڳوٺ ۾ ڪِرندڙ ڀت کي ان ڪري مضبوط ڪيم، جو ان ڀت هيٺان ٻن يتيم ڇوڪرن جو خزانو پوريل هو. جيڪڏهن اها ڀت ڪِري ها تہ ڳوٺاڻا سندن خزانو کڻي وڃن ها.“

'مجمع البحرين' جي باري ۾ بہ عالمن جو اختلاف آهي.

ڪي مفسر چون ٿا تہ حضرت موسيٰؑ جڏهن ان هنڌ بابت سوال ڪيو تہ کيس فرمايو ويو تہ هڪ درياهہ آزربائيجان کان ۽ ٻيو يمن ۽ عدن کان اچي، جنهن هنڌ ملي، بحر قلزم ۾ پوندا آهن، ان هنڌ کي مجمع البحرين چون ٿا. ڪن مؤرخن موجب اها جاءِ باب المندب آهي، جتي هندي سمنڊ ۽ ڳاڙهو سمنڊ اچي ملندا آهن. ڪن اهو مقام طنجہ (مراڪش) جي ويجهو ڄاڻايو آهي، جتي بحيره روم ۽ بحر اوقيانوس ملن ٿا، تہ وري ڪن جي خيال ۾ اهو بحر قلزم ۽ بحر اردن جي ميلاپ وارو هنڌ آهي.

*(ماخذ: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا/ تاريخ اسلام: سيد نجم الدين ڪراروي)*

**خضري مسجد** (ماڳ): هيءَ مسجد شاهي بازار ٺٽي ۾ موجود آهي، جيڪا سرن جي اڏيل ۽ ڪاشيءَ جي سرن سان سينگاريل آهي. محراب تي موجود لکت موجب هيءَ مسجد نواب عبدالرزاق مظفر خان 1022هہ/ 1613ع ۾ گورنر ٿيڻ کان اڳ ۾ تعمير ڪرائي هئي. مسجد پنهنجي سٽاءَ ۾ هم چورس آهي ۽ ان جي هر پاسي جي ماپ 53 فوٽ آهي. چوڌاري اوچي ڀت جي چوڌيواريءَ اٿس. آڏو واري اڱڻ جي اوڀر-ڏکڻ واري ڪنڊ کان ونگ تي ننڍو قبي جهڙو لنگهہ (domed-entrance) آهي، جيڪو بازار ڏانهن کلي ٿو. مکيہ ٽنبي کان اولهہ پاسي تي ونگن سان ٻاريون آهن. جن کي ڪاشيءَ سان سينگاريو ويو آهي، آرائش ۾ ٽي رنگ ڪتب آندا ويا آهن. گهاٽو نيرو، هلڪو نيرو ۽ سفيد. ڪنارين تي پن ول جو گڏوچڙ ڇٽ آهي ۽ نيري ڏوريءَ کي لڙهيءَ وانگر استعمال ڪيو ويو آهي. مرڪز ۾ اپين قطارن جي صورت ۾ مانڊاڻي نموني جوڇٽ ڪتب آندو ويو آهي. اندر واريون مانڊاڻيون سفيد، هلڪي نيري ۽ گهاٽي نيري رنگ جون آهن.

مسجد کي اوڀر طرف اٽاهين مهاڙي (Facade) آهي، وچيون حصو پاسن کان وڌيڪ مٿي وڌيل آهي ۽ ان ڪري حجري تي اڏيل ٽي قبا ڏسڻ ۾ ڪو نہ ٿا اچن. مٿي اٽاهين مهاڙيءَ هيٺان ونگن سان ٽي ٽنيا آهن. وچيون ٽنيو، پاسن وارن ٽنين کان وڏو آهي ۽ هر هڪ ونگ مستطيل اڏاوت جي هيٺان آهي. ونگن جي هيٺين پاسي تي ڦڪي پٽر جا وٽين تي ڇهہ ٽنيا آهن. وچين ونگ جي نُڪرن تي ڪاشيءَ جي آرائش ٿيل آهي ۽ هيٺان وٽيءَ تي بہ ٽنيا لڳل آهن. نُڪرن جي سنجڻ خاص سنڌي نموني جي آهي. هلڪي نيري رنگ جي تَرَ تي، سفيد رنگ ۾ گل ٻوٽي جي طرز جي چٽسالي ڪئي وئي آهي، جيڪا اڪثر ڇٽ جي چوڌاري ڦري ٿي اچي.

نماز واري جڳهه کي ٽن پاڳن ۾ ورهايو ويو آهي. وچ وارو پاڳو وڏو آهي. پاسن وارا ننڍا ڪمرا هر چورس آهن. جن مٿان ننڍا قبا ٺهيل آهن. وچئين هر چورس ڪمري کي ڪنڊن تي چڪون ۽ لڏڪڻا هٽي اٺ ڪنڊو بنايو ويو آهي. وڌيڪ چڪون هٽي ان کي اڃا به گول دائري جي شڪل ۾ آندو ويو آهي ته جيئن قبي جي اڏاوت لاءِ بنياد ٺهي سگهي. اهڙيءَ ريت اٺ ڪنڊي ڏيڊيءَ جي مٿئين پاسي تي گنبذ تعمير ڪيو ويو آهي. وچ وارو محراب اڌ اٺ-ڪنڊو آهي، ان جي ڇت وٽ ماڪيءَ جي ماناري جهڙي چٽسالي آهي. ان جي خاص خوبي اها آهي ته درين ۾ هوا اچڻ واسطي ٽي منگهه جوڙيا ويا آهن. ساڳيءَ ريت پاسن وارن حجرن ۾ ٺاهيل محرابن ۾ هڪ هڪ هوائي منگهه لڳل آهي. نماز واري حجري ۾ ونگن جي هيٺئين پاسي تي وٽيون رکي ٽنيا هنيا ويا آهن. بنيادن تي ڪيل ڪاشيءَ جو سنجڻ ختم ٿي چڪو آهي، البت مٿئين پاسي تي ڪاشيءَ جي چٽساليءَ جا ڪجهه نمونا بچيل آهن. هيءَ مسجد مغل دور جي هڪ اهم ۽ خاص اڏاوت آهي.

**خط (ديهه):** تعلقي جوهي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ ولواٽي جمالي ۽ چاڪراٽي ڳوٺ شامل آهن.

**خط** (Script): اصل ۾ خط جي معنيٰ آهي اهڙي لڪير جيڪا زمين تي ڪڍي وڃي يا اهڙي لڪير جيڪا واريءَ تي ڪنهن ڪاٺيءَ سان يا آڱر سان ليڪي وڃي. اڳتي هلي خط لڪير يا سٽ جي معنيٰ سان مشتعل ٿيو ۽ ڪتابت لاءِ ڪتب اچڻ لڳو. هاڻي خط مان مراد آهي لکت، لکائي ۽ لکت جو نمونو وغيره. اهڙي نموني، تحرير يا لکڻ جي نموني کي خط چيو وڃي ٿو. عالمن جي چوڻ موجب دنيا ۾ 8500 جي لڳ ڀڳ ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. جن مان ڪيتريون ٻوليون هوريا هوريان ختم ٿي رهيون آهن. جڏهن ته انهن ٻولين جي لکڻ لاءِ 1500 جي قريب خط استعمال ڪيا وڃن ٿا. دنيا جون مختلف ٻوليون مختلف خطن ۾ لکيون وينديون آهن. جيئن برهمي، ديوناگري، فارسي، تامل، انگريزي، چيني اٽالين، فرينچ، عربي وغيره.

ابتدائي دور وارن خطن جي روپ کي ٽن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو (1) اڻ پختو روپ (2) ترتيبي روپ ۽ (3) پختيون ابجدي لکتون.

**(1) اڻ پختو روپ:**

- تصوير ڪشي (Iconography): هن سان طلسمات، جذبات ۽ رسمون وابسته هيون.
- منقش يا چٽيل علامتون (Signary): هن جو مثال ازيليا جا رنگدار چٽن وارا پٿر آهن.

  نقش سنگ (Petoglyphs).
- رنگا رنگي مورتون (Painted Pictures).
- رازڪا نشان (Mason Marks).
- چٽاني يا اوٽ چترڪاري (Rock Paintings).
- نقابت يا خط نداني نشان (Hearaldry): مثلاً بانٽي وغيره، تمغا.
- چوپاين/مويشين تي داغ، ڏنپ، ماڻهن جي کلهن تي مهرون (Wusums).
- تروڪڙيون يا ڏينيوڙيون (Tattooing).
- خابرو يا خبروار چٺي يا سنيهو (Aroko).
- اهم يا ڳجها پيغام (Nodangas of Bolongor): گهٽو ڪري ڪيلن جي پنن يا ٻين پنن تي.
- علامتي ثبوت يا نشاني (Token or Code) خفيه لکت جيڪا گهڻو ڪري مذهبي آهي.
- گهرپتو/سڃاڻپ (Boemarken): گهرن تي مختلف سڃاڻپ جا



قديم تصويري خط

نشان، خاص ڪري Foehr ٻيٽ جي ماڻهن جون انهن وٽن، وسيلن ۽ چالن ڪانسواءِ به ٻيون به ڪيتريون ٿلون ۽ اُپاءَ رهيا آهن.

**(2) ترتيبي روپ:**

هنن جا مکيه چار قسم آهن ۽ انهن ڪانسواءِ نيم پدي ۽ نيم ابجدي به آهن.

- تصويري خط Pictographic
- تصوري خط ۽ انوماني خط Ideographic
- صوتي خط Phonetic
- پدي خط Syllabic
- نيم پدي Quasi Syallabic
- نيم ابجدي Quasi-Alphabetic

**(3) پختيون ابجدي لکتون:**

هن وقت ڪافي تعداد ۾ هن خط جون لکتون موجود ۽ مروج آهن. ابجدي لکت جي ابتدا بابت اڄ به مختلف رايا آهن. پر هڪ راءِ جنهن تي گهڻا عالم متفق نظر اچن ٿا، سا آهي ته ”يونج سمنڊ جي اوير واري علائقي مان ڪنهن هنڌ ان جي ابتدا ٿي هوندي. موجوده معلومات موجب لکت جا موجد 'سُميري' چيا وڃن ٿا. سميريا دجلا ۽ فرات جي چوڙ وارو علائقو آهي، جو ايران جي اولهه ڏکڻ ۽ عراق جي ڏکڻ- اوير ۾ ايراني نار تي آهي. عالمن جي راءِ آهي ته سُميري انهيءَ هنڌ تي اصل ڪنهن ٻئي هنڌان آيل پاسن ٿا. انڪري اهو سمجهڻ ته اهي يونج سمنڊ واري خطي کان آيا هجن، تنهن کان وڌيڪ مناسب سمجهجي ٿو ته اهي ايراني نار جي پروارن علائقن مان ڪنهن



قديم سميري خط (2600 ق. م)

هڪ هنڌان لڏي اتي پهتا هوندا. هڪ خيال اهو به آهي ته انهن مان ڪي سنڌو ماٿريءَ مان اوڏاهن ويا ۽ پاڻ سان لکڻ جو نمونو به کڻي آيا. مسلمان عالمن جو انبال (1032 يا 1030) جي راءِ موجب اوير ۽ اولهه وارن ملڪن ۾ جيڪي مختلف قسمن جون لکتون مروج آهن، انهن ۾ يارنهن خاص آهن: (1) Hebrew (منبراني) (2) Berberic (بربري) (3) Andalusican (ادالوسي) (4) Coptic (ڪاپٽڪي) (5) Chinese (چيني) (6) Nabatan (نباتني) (7) Greek (يوناني) (8)Syriac(سريائي) (9) Hymyaritic (همايارٽڪي) (10)Talmudic (تلمودي) (11) Lapidary (لپيداري).



اُرڪ مان مليل قديمي لکت

سڀ کان وڏيڪ پراڻي لکت جو نمونو ساڍا پنج هزار ق. م سال اڳ سمير جي شهر اُرڪ (Uruk) جي هڪ عبادت خاني مان مليو آهي، جيڪو ان وقت عراق جو سڀ کان ترقي يافته ۽ خوشحال شهر هو.

ڪن عالمن جو چوڻ آهي ته لکڻ جي ابتدا 13000 ق.م ۾ مصر واسين ڪئي، جن پنهنجن خيالن، تصورن ۽ جذبن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪي علامتون مقرر ڪيون. 1922ع ۾ جرمن ماهرن طرفان 'ورڪ' نالي ماڳ جي کوٽائيءَ دوران هڪ تختي ملي هئي، جنهن تي تصويري اکر (Pictographic) لکيل هئا. ساڳئي دور ۾ جان مارشل کي به موهن جي دڙي جي کوٽائيءَ دوران اهڙيون سوين تختيون مليون، جن تي اهڙي تصويري لکت موجود هئي. ورڪ مان مليل تختيءَ تي ڍڳي جي منڍي ۽ ڪيترن ئي قسمن جي ٻڪرين ۽ رڍن جي مٿن جون تصويرون نڪتل مليون آهن. اها انسان جي قديم ترين تحرير چئي وڃي ٿي، جنهن جي عمر 3000 ق.م ليکي وئي آهي. (وڏيڪ ڏسو: **تحرير جو فن جلد ٻيو**) اهڙي نموني نڪر جي ٿانون تي به ڪي تحريرون چٽيل ۽ جهيريل ملن ٿيون. ان ڪري چئي سگهجي ٿو ته خط يا تحرير، پنهنجي وسيع معنيٰ ۾ مخصوص خيالن کي ليکي، چٽن اشارن ۾ بيان ڪرڻ جو نالو آهي.

ضرورت ايجاد جي ماءُ آهي. اڳتي هلي هن اشاري ۽ تصوير کي خيال ۽ معنيٰ ملي. مثال طور سج لاءِ مقرر نشاني سج جهڙي تصوير ٿي سگهي ٿي پر ان مان انومان ڏينهن جو به ٿئي ٿو. عالمن جو چوڻ آهي ته قديم خط جا پنج نمونا هئا، مصري، سميري، حتي، چيني ۽ سنڌو يا هڙپائي. اڳ ۾ هر لفظ کي الڳ مفهوم هو. مثال طور: ڍڳيءَ جي تصوير جو مطلب ڍڳي جي قرباني، پوک جي منڊ وغيره ورتو ويندو هو، پوءِ انهن نشانين، اکرن جي صورت اختيار ڪئي، ان ۾ ڪافي وقت لڳو. انهيءَ تصويري لکت کي 'هيرو غلفي' (Hieroglyphic) به چوندا آهن. ان لاءِ به عالمن وٽ مختلف نظريا آهن. مذهبي روايتن موجب حضرت آدم ؑ کي الله تعاليٰ سمورن اسمن (نالن) جو فن سيکاريو، جنهن مختلف ٻولين جي ابجد کي الڳ الڳ مٽيءَ جي تختين تي پنهنجي اولاد لاءِ لکي رکيو ۽ حضرت نوح واري تاريخي طوفان ۾ اهي تختيون لڙهي ويون. حضرت اسماعيل کي وحيءَ ذريعي انهن گم ٿيل تختين بابت علم ڏنو ويو، جنهن عربي لکت جي شروعات ڪئي. ان لاءِ عربيءَ جون پهريون ڪاتب حضرت آدم کان پوءِ حضرت اسماعيل ع کي مڃيو وڃي ٿو اهڙيءَ ريت عربيءَ جا ڪافي رسم الخط آهن، جن ۾ حميري، سرياني، ڪوفي مشهور آهي.[1]

سڀ قديم لکتون شروعات ۾ اهڙا تصويري يا علامتي سلسلا آهن، جن مان ڪهاڻيون اڻين گهڙبيون هيون، جيئن هاڻي جملن مان ڪهاڻيون جڙن ٿيون. قديم لکتون، پني، پٿر ڌاتو ڪاٺ، چمڙي، ڪپڙي، مٽي، ٺڪر، وڻ جي چوڏن وغيره تي ملن ٿيون. خود لکت کي ابتدائي يا پيدائشي حالتن کان موجوده صورتن ۾ اچڻ تائين اٽڪل 35000 سالن جو سفر ڪرڻو پيو آهي. آرگينشي (Aurignician) ثقافت جي Abripalaud غار ۾ ٺهيل نقشن جي عمر جو ڪاٿو 31000 ق. م تائين لڳايو ويو آهي. اهڙيءَ طرح ساهوارن جون تصويرون جڻ ته لکت جي گماني يا انوماني عمر سمجهيون وڃن ٿيون. خيال آهي ته اهي تصويرون طلسماتي، جذباتي، حسرت انگيزي يا ڪن رسمن جي بجاآوريءَ طور غارن جي پاسن سان ٺاهيل آهن. نه رڳو تصويرون، پر ماڻهوءَ پنهنجو مطلب يا ماجرا پهچائڻ لاءِ ٻيا به انيڪ طريقا ۽ ذريعا استعمال ڪيا آهن. جن ۾ نقش، رنگ، نشانيون ۽ علامتون، مهندسي يا جاميٽري واريون شڪليون، ساهوارن ۽ انهن جي جسم جا ڪي حصا ۽ ڇاپا- چتر جوڙي پنهنجو حساب ڪتاب، يادگيريون ۽ مُنجهه ظاهر يا محفوظ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو آهي ۽ ڪري پيو.

دنيا ۾ قديم خط، لکت جا ڪيترائي نمونا رائج رهيا آهن، جهڙوڪ:

**سنڌوءَ جي لکت:** (شروعات اٽڪل 7400 ق. م پڇاڙي 400 ق. م). سنڌو (Indus) لکت بابت موهن جي دڙي ۽ هڙاپا جي کوٽائي مان مهرن تي لکت



سنڌوءَ جي لکت جو نمونو

ملي ٿي ته، جنهن جو زمانو 3300 ق. م ۽ 2600 ق. م اوج وارو زمانو معلوم ٿئي ٿو. موجوده دور ۾ اڪثر عالمن جو خيال آهي ته هيءَ جداگانه لکت آهي ۽ ڪنهن به ٻي ٻوليءَ تان ورتل ڪا نه آهي. (وڌيڪ ڏسندا: **"سنڌو لکت"**)

**برهمي خط:** هيءَ خط 5000 ق. م اڳ جو آهي. جيڪو هينئر رواج هيٺ ڪونهي. عالمن جي خيال ۾ هن جو واسطو سنڌو تهذيب جي هڙاپا دور سان آهي جيڪا ان دور جي ٻولي جي سڌريل صورت هئي. ڏکڻ ايشيا جي ٻولين ۽ لپين جي ڊائريڪٽر جي ليکڪن موجب: بنگالي، ديوناگري، گجراتي، گرمکي، ڪنڙ، کمر، ملايالم، اوريائي، سنهالي، تامل، تيلگو ۽ تبتي لپيون هن خط مان جڙيون. جاپان ۾ هن جي ڪيليگرافي وارو نمونو آرٽ جو درجو رکي ٿو هن ۾ 19 حرف علت ۽ 33 وينجن آهن.ايڊورڊ ٿامس موجب هي خط

برهمي خط

دراوڙن ايجاد ڪيو. هن خط کي تصويري لکت جي ترقي يافته صورت قرار ڏنو وڃي ٿو. هن کي ڪجهہ لسانيات ماهر سامي لپي، يوناني لپيءَ ۽ فونيشي خط جي صورت ڪوٺين ٿا. پر جديد دؤر جي لسانياتي ماهرن موجب هي خط قديم مقامي لپين جي سڌريل صورت آهي. ٻڌي عباتگاهن مان پهرين صدي عيسويءَ جي دؤر جون برهمي لکتون دستياب ٿيون آهن، جيڪي خاص طور ٽامي جي ٿالهين تي اڪريل آهن.

**ميخي خط** (Cuniform): 30 صدي قبل مسيح ڌاري هيءُ خط رائج ٿيو. هن خط ۾ اڪادي (Akkadian) ايلمائيٽي (Elamite) هتي (Hitite) سُميري

ميخي خط جو نمونو

(Sumerian) يورارشين (Urartian) وغيره ٻوليون لکيون وينديون هيون، جيڪي سڀ جون سڀ هن وقت لکت ۾ ڪونہ آهن يا انهن ٻولين جي لکت گهٽجي سڌري وئي آهي. هن خط جا ابتدائي آثار چار هزار ق-م جي قديم ماڳ 'ارڪ' جي چوٿين تهہ مان مليا آهن. هيءُ تصويري قسم جي لکت هئي، جنهن جا شروعات ۾ هڪ هزار اکر هئا، جيڪي اوائلي ڌاتوئي دور دوران استعمال هيٺ ايندا رهيا، جيڪي ڪنجهي جي دور ۾ گهٽجي 400 تي وڃي بيٺا. هن خط ۾ سميرين جا گهڻا ڪتبا ۽ لکتون مليون آهن. هيءُ خط 30 صدي ق-م کان پهرين صدي عيسوي تائين رائج رهيو. هن خط مان اڳتي هلي رومن خط نڪتو جيڪو مختلف شڪليون وٺندو اڄ اڌ دنيا تي ڇانيل آهي. ان ۾ انگريزي، فرينچ، اطالوي ۽ ٻيون يورپ جون ڪيترين ئي ٻوليون لکيون وڃن ٿيون. هيءُ دنيا جو قديم خط ڪري ليکيو وڃي ٿو هيءُ تصويري خط ۽ ٻڌي خط ڪري ليکيو وڃي ٿو

**مصري، هيرو غلفي** (Egyptian Hieroglyphs): هيءُ بہ تصويري خط جوئي نمونو آهي. هن جي هر هڪ اکر کي يوناني ٻوليءَ ۾ Za hieroglyphic a Grammata ڪري سڏين ٿا، جنهن جي معنیٰ آهي "قربانيءَ جا اڪريل اکر". هيءُ خط مصرين چار هزار ق-م ڌاري استعمال ڪيو. هن خط جا نمونا مصر جي ماڳ 'ڪام الاحمر' (Kawm al- Ahmar) جي کوٽائيءَ دوران سال 1860ع ڌاري مليا. هيءُ قديم لکت 3200 ق-م جي آهي. هيءُ تصويري ابجدي خط آهي. هيءُ بہ ميخي خط جو نمونو آهي. جيڪو وچين ڪنجهي واري دؤر (Middle Brone) ۾ مصرين ايجاد ڪيو ۽ 400 عيسوي تائين رائج

مصري، هيرو غلفي جو نمونو

رهيو. هن خط مان بوءِ گريڪو- رومن ٻولين (Graeco-Roman) جا خط ٺهيا (وڌيڪ ڏسو: مصري خط).

**ايلمائيٽي خط** (Elamite Script): هيءُ خط ايران جي ڏکڻ-اولهہ ۾ هڪ ماڳ سوسا Susa جي کوٽائي دوران مليو. جيڪو اٽڪل 3100 ق. م جو معلوم ٿيو آهي. انهيءَ دور واري خط ۾ 1000 تصويري نشانيون ملن ٿيون. جنهنڪري انهيءَ دور واري ايلمائيٽي خط کي بنيادي "ايلمائيٽي خط" چيو وڃي ٿو. قديم ايلمائيٽي خط پدي خط آهي، جيڪو بنيادي ايلمائيٽي خط مان نڪتل آهي ۽ 2220 ق. م جي وچ ڌاري فارس (اڄوڪي ايران) جي ڏکڻ-اولهہ واري ايراضيءَ ۾ استعمال هيٺ رهيو. هيءُ خط 2800 ق. م کان 550 ق. م تائين باقاعده استعمال هيٺ رهيو. فارس تي سڪندر يوناني جي ڪاهہ وارو زمانو هن خط جو آخري دور چيو وڃي ٿو. هيءُ خط ايران جي

ايلمائيٽي خط جو نمونو

مقبرن تي لکيل مليو آهي. هيءُ خط اڪادي قوم استعمال ڪندي هئي. اڪادين وٽ هن جي لکڻ لاءِ 130 تصويري اکر هئا. ايلمائيٽي خط جا سن وار هيٺيان دور چئي سگهجن ٿا:

(1) قديم (1500 — 2600 ق.م) (2) وچون (1000 — 1500 ق.م)
(3) نيو-ايلمائيٽي (550 — 1000 ق.م) (4) آرڪينز(320 — 550 ق.م)

**چيني خط**: چيني خط ۾ ٻين ٻولين وانگر پد يا اکر الڳ ڪونہ ٿين، اهي اکري نشانيون آهن، جيڪي آوازن لاءِ استعمال ٿين ٿيون. يعني اکر يا پد تصويرُ جي صورت ۾ ٿئي ٿو اهي تصويرون، اکر يا پد پنهنجو پاڻ ۾ سڄي


قديم چيني خط جو نمونو

جو سڄو يا اڌ طور ڪنهن اسم، فعل، ضمير يا صفت سان سلهاڙيل ٿين ٿا. ڪي صورتون شدن مدن طور به ڪم اچن ٿيون. موجوده چيني خط جا ڪي اکر شانگ (Shang) خاندان واري دور (1050ع کان 1200ع) وارين لکتن ۾ به نظر اچن ٿا. پر خيال اهو ڪيو وڃي ٿو ته چيني لکت جو نمونو انهيءَ دور کان اڳ جو آهي ۽ چن خاندان (206 — 221 ق.م) جي دور ۾ رواج هيٺ آيو. چيني خط ۾ هن وقت جاپاني، تائيواني ۽ ڪوريائي وغيره ٻوليون لکيون وڃن ٿيون. هن خط ۾ اٽڪل 4000 تصويري اکر موجود آهن. هي تصويري اکر چونڪڙيءَ ۾ لکيا ويندا آهن. هن زبان ۾ زيرن زبرن لاءِ هيٺان مٿان سڌيون ليڪون، عمودي ليڪون ۽ ڦڏيون ليڪون ڏيئي تصويري اکر جي معنيٰ، مفهوم ۽ اچار ڪي ظاهر ڪيو ويندو آهي. انهن ليڪن ڏيڻ جا الڳ قاعدا ۽ قانون آهن. چونڪڙيون هڪبئي کان الڳ الڳ هونديون آهن. هي خط اِيي ڪالم ۾ مٿان کان هيٺ، ساڄي پاسي کان لکيو ويندو آهي. هيٺ پني جي پوري ٿيڻ تي ٻي سٽ هيٺان کان مٿي ۽ ٽين مٿان کان هيٺ لکي ويندي آهي. چيني لکت جو شمار به پراڻين لکتن ۾ ٿئي ٿو. هن خط جو نمونو جيهو (Jaihu) نالي حنان پرڳڻي جي هڪ ماڳ مان مليو آهي. جيهو ماڳ 6600 ق.م جو چيو وڃي ٿو. پر ان لکت بابت ماهرن جو چوڻ آهي ته اها چار هزار ق.م جي آهي. شانگ سلطنت جي دور جون ڪجهه لکتون مختلف ماڳن تان هڏن ۽ خاص طور ڪميءَ جي پٺيءَ جي هڏي تي لکيل مليون آهن. ان قسم جي خط کي 'جيگو وين' (Jiagu wen) يا 'سنگ / هڏن جي لکت' چيو وڃي ٿو. ان قسم جي لکت 1000 ق.م جي چئي وڃي ٿي، جيڪا گهڻو ڪري قديم قبرن مان مردن سان گڏ پوريل سامان مان ملي آهي.

**تصوير نويسي (Pictography) :** هيءَ فن مصري هيرو غليفيءَ جي



ابتدائي صورت آهي.

**انوماني خط (Ideography) :** هيءَ به تصويري خط جي هڪ صورت آهي، جنهن ۾ خيالن کي اشارن ۽ صورتن جي شڪل ۾ پيش ڪيو ويندو هو. اهڙي خط کي انوماني (Ideography) چيو ويو جنهن ۾ موجود شڪلين مان


انوماني خط جو نمونو

ڪو خيال يا انومان پڌرو ٿيندو هجي.

**هيرو گرافي (Hierograph) :** هيءَ تصويري خط جي آخري صورت آهي، جڏهن آواز جي نشان مقرر ڪرڻ واري راز کان انسان آگاهه ٿيو ۽ هر آواز جي مناسبت ۽ مشابهت سان صورت ٺاهي وئي، اها ئي صورت اڳتي هلي 'حرف' جي شڪل بڻي. مثال طور: مصري زبان ۾ ڍڳي کي ڪجهه به چوندا هجن ۽ ان جي آوازي صورت کهڙي به هجي، پر ان تي نالو 'الفا'


هيرو گرافي خط

پيو ان ڪري جڏهن به 'الف' جي آواز کي لکڻو پيو ته ڍڳي جي شڪل، سڱن سوڌي ڪڍبي هئي، اها تصويري صورت رومن اکر 'A' ۾ اڃا به قائم آهي. ڪوفي خط ۾ ڍڳي جو صرف هڪ سڱ رهيو، جيڪو ڪاهي طرف مڙيل رهي ٿو ائين خط نسخ ۾ الف جو قد هڪ سڱ جي يادگار طور رهجي ويو. اهڙي نموني مختلف شڪلين مان مقرر اکر يا حرف ٺاهيا ويا. صورت نويسي هاڻي مخصوص مذهبي طبقي جو خط وڃي رهيو آهي.

**هيراتيقي خط:** هي به تصويري خط مان نڪتل آهي، توڙي ان سان گهڻي مشابهت نه ٿو رکي، پر هي خط مذهبي ڪتابن لکڻ جي ڪم اچي ٿو.

**خط ماني:** 215ع ڌاري ايران ۾ ماني مذهب جو بنياد پيو. ماني فلسفي، الاهيات جو ماهر ۽ مصور هو. مانيءَ جا ست صحيفا هئا. جن مان ڇهه سرياني خط ۾ ۽ هڪ پهلوي خط ۾ هو. عالمن جو چوڻ آهي ته خط ماني ڪا نئين ايجاد نه آهي، پر آرامي خط مان نڪتل آهي ۽ ان جي شڪل پاميري خط سان ملي ٿي.

خط (Script)

**فونيقي خط (Phoenition):** 539ع ۾ ايراني شهنشاھ سائرس، بابل کي فتح ڪيو تہ ميخي خط جي لکڻ جو رواج گهٽيو ۽ فونيقي خط رواج هيٺ آيو. هن خط ۾ ڪل 22 اکر آهن. هي خط لکڻ ۾ آسان آهي، فونيقيءَ جي آرامي شڪل پنجين صدي ق. م ۾ رائج ٿي. هي خط بابل ۽ آشوريہ ۾ بہ رواج هيٺ رهيو. اهڙي نموني ٻيا بہ خط آهن. مثلاً: نطبي خط، آرامي خط، پهلوي خط، يوناني خط، لاطيني خط، عبراني خط، پالميري خط، شامي خط، سرياني خط، ڪوفي خط وغيره، جن مان ڪوفي خط، ديو ناگري خط، وغيره ڪافي اهم آهن.

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 𐤀 | 'aleph | ['] | 𐤋 | lamedh | [l] |
| 𐤁 | beth | [b] | 𐤌 | mem | [m] |
| 𐤂 | gimmel | [g] | 𐤍 | nun | [n] |
| 𐤃 | daleth | [d] | 𐤎 | samekh | [s] |
| 𐤄 | he | [h] | 𐤏 | 'ayin | ['] |
| 𐤅 | waw | [w] | 𐤐 | pe | [p] |
| 𐤆 | zayin | [z] | 𐤑 | tsade | [ṣ] |
| 𐤇 | heth | [ḥ] | 𐤒 | qoph | [q] |
| 𐤈 | teth | [ṭ] | 𐤓 | reš | [r] |
| 𐤉 | yodh | [y] | 𐤔 | šin | [š] |
| 𐤊 | kaph | [k] | 𐤕 | taw | [t] |

فونيقي خط جو نمونو

**ڪوفي خط:** ڪوفي خط اسلامي دور ۾ وڌيو ۽ ويجهيو. هي عربي خط جو نمونو آهي، جيڪو چوٿين صدي عيسويءَ ۾ نبطي خط ۾ سيريائي خط





ڪوفي خط

کي گڏائي جوڙيو ويو. حجاز ۽ ڪوفي ۾ هي خط لکيو ويندو هو. حرب بن اميہ ڪوفي مان هي خط سکي آيو. جنهنڪري هي ڪوفي خط سڏجي ٿو. پر اسلام کان اڳ هن خط کي عربي خط سڏيو ويندو هو. عالم انهيءَ ڳالھ تي متفق آهن تہ ڪوفي خط جون پاڙون ماضيءَ ۾ پري پري تائين پکڙيل آهن. هيءُ واحد خط هو جنهن ۾ نہ صرف قرآن پاڪ جي ڪتابت ٿي، پر ابتدائي دور ۾ سڀ فرمان، خط ۽ مراسلا ڪوفي خط ۾ لکيا ويندا هئا. (وڌيڪ ڏسو: عربي ٻولي) اسلام جي ابتدائي دور ۾ حجاز ۽ عرب ۾ حميري، عبراني، سرياني، نبطي ۽ ڪوفي خط رائج هئا. پهريان ڪوفي خط ۾ ٽبڪا ۽ زيرون زبرون ڪو نہ هيون، پر 40 ھ ۾ ابوالاسود دوئيليءَ هن خط کي ٽبڪا، زيرون زبرون ۽ اعرابون ڏنيون، پوءِ بہ اهي ٽبڪا هڪ تہ گول هئا، ٻيو تہ ان وقت ب ت ث کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ٽبڪا نہ هئا، جنهنڪري هي خط پڙهڻ ۾ ڏکيو خط هو. جڏهن اسلام دنيا ۾ پکڙيو ۽ قرآن شريف ۽ ٻيون عبارتون پڙهڻ ۾ ڏکيائي پيش اچڻ لڳي تہ بني عباس جي وقت ۾، خليفي عبدالملڪ بن مروان، حجاج بن يوسف ذريعي نصربن عاصم کان هن خط کي مڪمل ڪرائي، ان تي نقطا ۽ اعرابون ڏياريون.

روايت موجب هن خط جو اصل موجد حضرت اسماعيل ع هو ۽ ڪوفي خط کي سنوارڻ ۾ قير ابن سيزر گهڻو ڪم ڪيو هو. ڪوفي خط جي اوسر آهستي ٿي. ابوالاسود (69 ھ) حضرت علي عليہ السّلام جو پوئلڳ هو. سندن چوڻ تي هن قرآن ڪريم جي خطاطيءَ کي ترقي ڏني، هن نقطا، زيرون، زبرون ۽ اعرابون ڏنيون. اهو خط، جيڪو رسول پاڪ ﷺ، مقوقس بادشاھ کي ستين هجريءَ ۾ لکيو هو سو اسلامي دور جي قديم لکت 'ڪوفي خط' سمجهي وڃي ٿي، ليڪن اها لکت خط ڪوفيءَ کان شڪل صورت ۽ بيهڪ جي لحاظ کان مختلف هئي.

ڪوفي خط وارن حميري خط ۾ ڪجھ سڌارا آڻي ان کي ڪوفي خط ۾ شامل ڪيو. حضرت عثمان رضہ جي وقت ۾ بہ قرآن پاڪ جا ڪجھ نسخا مرتب ڪيا ويا، ان ريت مختلف اسلامي دورن ۾ ڪوفيءَ خط ۾ تبديليون اينديون رهيون ۽ ان مان ٻيا بہ ڪيترا خط ٺهيا، جن مان ڪن جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو:

**خطِ محقق:** هي خط ستين صديءَ هجري (يارهين صدي عيسويءَ تائين وڏي تختيءَ وارن ڪتابن جي صفحن جي پهرين ۽ آخري سٽ ۾ استعمال ٿيندو هو. هن خط جي بنيادي سڃاڻپ هيءَ آهي تہ ان جا اکر 'ت پ ب ي و ن م ل ک ق ف ض ص ش س ژ ز ر ذ د ث' ساڄي کان کي قدر مڙيل آهن ۽ ا ل ط ظ ڪ جهڙا اکر، مڙيل اکرن جي وچ ۾ اچي وڃن ٿا. ستين هجريءَ ۾ هن خط جي جاءِ 'خطِ ثلث' ورتي.

**خطِ ريحان:** ريحان جي معنيٰ آهي اهو گلدستو، جنهن ۾ گل مهڪي رهيا هجن. هن خط ۾ مڙيل (زاويہ دار) حرف يعني ي ن ل ق ض ص ش س گول ۽ محقق خط جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ سوڙها ٿين ٿا ۽ ا ل ط ظ ڪ جهڙا اکر، جيڪي خط محقق ۾ وچ ۾ آيا ٿي، اهي الڳ الڳ ڪري لکجن ٿا. هن خط ۾ اکرن جي بيهڪ گلدستي وانگر بيهي ٿي. هي خط قرآني خفي ڪتابت لاءِ يارهين صدي هجريءَ تائين رواج هيٺ رهيو، بعد ۾ هن خط



خط ريحان

جي جاءِ خط نسخ ورتي. هي خط وچ ايشيا ۾ گهڻو استعمال ٿيو.

**خطِ ثلث:** اَبن مقلہ کان پوءِ ابن البواب اسلامي خط ۾ سٺا ۽ وڻندڙ اضافا ڪيا. پر ياقوت المستعصميءَ ڪلڪ جي قط کي وچان جهير ڏئي لکت کي اڃا گهڻو جاذب نظر بڻائي ڇڏيو. اڄ تائين ڪلڪ يا قلم ۾ وچان جهير ڏئي لکڻ جي روايت هلندي ٿي اچي. هن خط ۾ اکر جو 3/1 حصو جهڪيل ۽ ڦهليل هجي ٿو. هي خط گهڻو ڪري ڪوفي خط جي آميزش سان پندرهين صدي عيسويءَ جي عمارتي خطاطي ۽ اسلامي ملڪن ۾ ڇپجندڙ ڪتابن جي سرورقن ۾ گهڻو ڪم آيو آهي.

**خطِ طغرا:** طغرا ترڪي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي نشان يا علامت. ترڪ هن خط کي انفراديت طور استعمال ڪندا هئا. دراصل هي هٿ سان لکيل اکرن جو نمونو آهي، جنهن کي بعد ۾ خصوصي حيثيت ملي. هي خط ثلث جوئي نمونو آهي، پر هن ۾ اکرن جو نمونو پٽڪي وانگر مٿي اڀريل آهي. هي خط ترڪ حڪمرانن گهڻو استعمال ڪرايو ۽ ان ۾ بي پناهه اضافا ٿيا. هن خط جا حرف مٿي ويندي گولڙا پائيندا هئي لفظ سان الجهندا اٽڪندا. پيچ درپيچ اڳتي وڌندا ويندا آهن. هن خط کي مغلن به گهڻو استعمال ڪرايو.

**خطِ نسخ:** 310هه/ 922ع ۾ نبطي خط جي مدد سان خليفي المقتدر باالله جي زماني ۾، ابن مقل خط نسخ ايجاد ڪيو پنجين صديءَ کان يارهين صديءَ



خط نسخ جا ڌار ڌار نمونا

تائين ڪوفي خطَ ۾ قرآني آيتون لکڻ جو رواج گهٽجي ويو ۽ ان جي جاءِ خط نسخ والاري. هن خط ۾ قرآن ڪريم ۽ ٻيون عبارتون لکيون وڃن ٿيون. خط نسخ ٻارهين صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ فاطمين جي حڪمرانيءَ واري آخري دور ۾ پنهنجي ارتقائي عروج تي پهتو. هن مان حروه ۽ غباري خط به نڪتا آهن.

منگولن جي ڪاهن سبب هن خط کي وقتي طور زوال آيو، پر تيمور جي دور ۾ هن خط کي وري اهميت ملي. ليڪن ارڙهين ۽ اوڻيهين صديءَ ۾ هن خط ۾ اها جاذبيت نه رهي. جڏهن ته ايراني خط نسخ ۾ خط ريحان جو گهڻو عنصر هو. ارڙهين صديءَ ۾ هن خط ۾ احمد نيريزيءَ ڪجهه تبديليون ڪيون، جنهنڪري هن خط ۾ خط نستعليق جا ڪجهه عنصر نمايان نظر اچن ٿا. برصغير ۽ ايران جا خطاط اڄڪلهه احمد نيريزيءَ جي خط ۾ ئي ڪتابت ڪن ٿا. سنڌي ٻولي به هن خط ۾ لکبي آهي.

**خطِ توقيع:** هي خطِ ثلث جوئي قسم آهي. هن خط جا حرف ڪجهه ڍيل هوندا آهن. ان ڪانسواءِ ڪجهه حرف و ل ژ د ز ۽ ا پنهنجي پويان ايندڙ اکرن سان ڳنڍيل هوندا آهن. ڪن هنڌن تي هن خط جا اهڙا نمونا به مليا آهن، جن ۾ سڀ لفظ ڳنڍيل ملن ٿا. ڪن حالتن ۾ ڪنهن لفظ جو آخري حرف پنهنجي پويان ايندڙ لفظ جي پهرين حرف کان جدا هوندو آهي. ايران ۾ هن خط جو استعمال ڪتاب جي آخري صفحي تائين محدود هو.

**خطِ رقاع:** خط رقاع، خط توقيع جي ئي صورت آهي. هن خط ۾ جنگ ناما، خط ۽ ڪهاڻيون لکيون ويون هيون. عثماني سلطنت جي خطاطن هن کي اجازه (Idjaza) جو نالو ڏنو.




**خطِ غبار:** هي خط نهايت سنهن اکرن ۾ لکيو ويندو هو. قرآن جا مڪمل نسخا هن خط ۾ لکيا ويا. هن خط ۾ خط نسخ ۽ خط نستعليق جون خصوصيتون موجود آهن. هن خط جي حرفن جون ڪنڊون نسخ ۽ دامن نستعليق وانگر آهن. ڊگهي سطح وارن ڪن حرفن جي آخري حصي تي ڪنڊ جي بجاءِ گولائي ڏني ويندي آهي. حرف ساڄي کان کاٻي طرف جهڪيل نظر ايندا آهن. حرف سنهي يا خفي قلم سان لکيا ويندا آهن. انسائيڪلوپيڊيا آف اسلام موجب هن خط جو مؤجد ابو العالي هو جڏهن ته ڪن عالمن جو خيال آهي ته 700هه/ 1300ع ڌاري هي خط حسن حسني بن علي فارسيءَ ايجاد ڪيو.

**خط ناخن:** هيُ خط ننهن جي مدد سان لکيو ويندو آهي، جنهن ۾ اکر اڀريل نظر ايندا آهن.

**خط تعليق:** تعليق جي معنيٰ آهي لڙڪائڻ. جيئن ته هن خط ۾ حرف هڪ ٻئي سان ڳنڍيل/ مليل هوندا آهن. ان ڪري هن خط کي تعليق جو نالو ڏنو ويو. هي خط نسخ جي هڪ شاخ آهي ۽ خط رقاع ۽ خط نسخ جي ميلاپ مان جڙيو آهي، پر خط نسخ جي مڙني پابندين کان آزاد آهي.

**خط شقيہ:** خط شقيہ کي خط سياڪ به چوندا آهن. هي خط اموي دور ۽ ان کان پوءِ استعمال هيٺ رهيو. هن خط جون ڪي به فني خصوصيتون نه آهن. هي مالي معاملن جي ڪتابت لاءِ استعمال ٿيندو هو. عالمن جو خيال آهي ته هي ساساني دور ۾ گهڻو ڪتب ايندو هو.

**خط شڪسته:** حرف جي هڪڙي ڪنڊ ٽٽڻ سبب هن خط جو نالو 'شڪسته' رکيو ويو. هن خط کي اڌ اڪري به چوندا آهن. هي خط تعليق ۽ نستعليق کي ملائي ٺاهيو ويو آهي. هن خط جو موجد مرزا نور حسين ابن مرزا شڪر الله چيو وڃي ٿو جيڪو صفوي خاندان مان هو. پر ڪن اميرن جي اٿٻٿ سبب همايون جي دور ۾ هندستان آيو ۽ اڪبر بادشاهه جي اميرن ۾ اچي شامل ٿيو. انهيءَ زماني ۾ شڪسته خط لاءِ ڪي به اصول مقرر نه هئا، نه وري ڪو خاص اسلوب هو. مرزا نور حسين هن خط جا قاعدا قانون ٺاهيا ۽ ڪيس عروج تي پهچايو. هي خط ايران ۽ ٻين ملڪن کان سواءِ شاهجهاني دور ۾ پنهنجي عروج تي هو.

**خط نستعليق:** هي خط نسخ ۽ تعليق جي ميلاپ مان ٺهيو آهي. هي ايرانين جي ايجاد آهي، عام طور مير علي تبريزيءَ کي هن خط جو موجد چون ٿا. روايتن موجب مير علي تبريزيءَ کان اڳ به هي خط موجود هو ۽ ممڪن آهي ته علي تبريزيءَ ان کي موجوده صورت ڏني هجي. هن کي اڳتي هلي سلطان علي مشهديءَ بهتر صورت ڏني، جيڪا اڄڪلهه رائج آهي. اردو به هن خط ۾ لکي ويندي آهي.

**ديوناگري خط:** هي خط هندستان جي اهم لکتن مان آهي. هن ۾ هندستان جون گهڻيون ٻوليون : سنسڪرت، هندي، مرائي، سنڌي، بهاري، مارواڙي، ڪوڪني، پوڇري سميت گجرات، راجپوتانا، ڏکڻ دکن جون ٻوليون لکيون وڃن ٿيون. لسانياتي ماهر تاريخي طور هن خط جو واسطو سنسڪرت سان جاڙائين ٿا. هن لکت جو هندستان ۾ محمود غزنوي جي حملن کان اڳ عروج هو جيڪو 12هين صدي عيسوي جي پڇاڙيءَ ۾ پارسيءَ جي واڌپي سبب گهٽيو. هي سنسڪرت جي نموني لفظن کي گڏي 11 لکيو وڃي ٿو. موجوده وقت ۾ گپتا، برهمي ۽ سڌام لپيون هن جون صورتون آهن. هي خط کاٻي کان ساڄي طرف لکيو وڃي ٿو.

**خط** (ڪتاب): هيءَ ڪتاب، نامور مصور ع. ق. شيخ پاران پنهنجي دوستن ڪي لکيل خطن تي مشتمل آهي، جنهن ڪي سنڌس نياڻيءَ پروفيسر نجم شيخ سهيڙيو آهي. ڪتاب جو ٽائيٽل لي آئوٽ طارق عالم ابڙي تيار ڪيو آهي. ڪتاب ۾ ع. ق. شيخ بابت تاثرات سنڌس نياڻيءَ نسيم شيخ لکيا آهن. هن مجموعي ۾ ع. ق. شيخ جا محمد ابراهيم جويي ڏانهن سڀ کان وڌيڪ خط شامل آهن، جيڪي ڪتاب جي صفحي 9 کان 104 تائين ڏنا ويا آهن. ان کان سواءِ عبدالفتاح هاليپوٽي ڏانهن صفحي 165 کان 237 تائين ۽ مرزا مراد علي 'اختر' ڏانهن صفحي 239 کان 274 تائين انگريزيءَ ۾ خط لکيل آهن. هيءُ ڊيمي سائيز جي 272 صفحن تي مشتمل ڪتاب، سنڌي ادبي بورڊ 2010ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، هن ڪتاب جي قيمت 185 روپيا آهي.




**خطِ استوا** (Equator): اهو فرضي ليڪ يا دائرو، جيڪو ڌرتيءَ کي اتر ۽ ڏکڻ، ٻن حصن ۾ ورهائي ٿو. هن حصي تي سڄو سال سج جا ڪرڻا




عام طور سڌا پوندا آهن. انهيءَ ڪري هتي سخت گرمي ٿيندي آهي. خطِ استوا کان جيئن جيئن پري ويجبو آهي. سج جا ڪرڻا ڌرتيءَ جي گولائيءَ جي ڪري پاسيرا پوندا آهن ۽ سج جي گرمي گهٽ ٿيندي آهي. اهڙيءَ طرح قطبن جي آسپاس ايتري قدر ٿڌ وڌي ويندي آهي، جو ڌرتي سڄو سال برف سان ڍڪيل رهندي آهي. جيڪي علائقا خطِ استوا جي ويجهو هوندا آهن، اهي گرم ۽ جيڪي پري هوندا آهن، سي ٿڌا هوندا آهن.

**خطاطي** (Calligraphy): خوبصورت لکائيءَ جي فن کي 'ڪيليگرافي' يا 'خطاطي' سڏيو وڃي ٿو جيڪا ڪنهن بہ ٻوليءَ جي رسم الخط ۾ ٿي



مُنهنجي مَداينِ جي، ڪَلَ پرِيَان پيئِي،
ڪَڏهن ڪوسانہ ٿيا، ڏوراپو ڏيئِي،
سَاجَن سِيئِي، ڍَڪِيمِ ڍول ڍِلائيُون.

ٿي سگهي ٿي. ڪيليگرافي، يوناني ٻوليءَ جي ٻن لفظن جو مرڪب آهي: 'ڪالوس' معنيٰ 'خوش شڪل' ۽ 'گرافوس' معنيٰ 'لکائي' يعني 'خوبصورت لکائيءَ جو فن'. خطاطي ۽ تحرير جي فن ۾ ڪافي فرق آهي، خطاطي عام تحرير کان مختلف آهي، خطاطي کي خاص قاعدن ۽ قانونن سان لکڻ واري نموني کي چئجي ٿو جيڪا عام حساب ڪتاب ۽ خط پٽ واري لکت کان مختلف ٿيندي آهي.

خطاطي، خط مان نڪتل آهي، ان ڪري خطاطيءَ کي خط جي مصوري چئي سگهجي ٿو. ڪتابت هڪ عام ڪاروباري عمل آهي ۽ خطاطي ان جو جمالياتي نمونو آهي، جنهن ۾ مسلمانن ڪمال حاصل ڪيو ۽ ان کي هڪ اعليٰ فني درجي تي ڪٽي ويا. خطاطيءَ جو سڀ کان بهترين استعمال قرآن مجيد جي ڪتابت ۾ ٿيو، جنهن ۾ مسلمان خوشنويسن پنهنجون اعليٰ صلاحيتون ڪتب آنديون. ڪجهہ ٻين قومن وانگر مسلمانن ۾ بہ جمالياتي فن گهڻو ڪري ديني جذبي ۽ عقيدت جي اثر هيٺ رهيو آهي، ان ڪري قرآن مجيد جي خوشنويسيءَ ۽ وشنمائيءَ لاءِ مختلف طريقا اختيار ڪيا ويا. هي فن شعر و شاعريءَ، افسانن ۽ ٻين عام ڪتابن ۾ بہ استعمال ٿيو. خطاطيءَ جو استعمال مسجدن ۽ قلعن جي مهاڙين، اندرين ديوارن، روضن ۽ مقبرن جي ديوارن، قالينن، فراسين وغيره تي بہ ٿئي ٿو. مسلمانن ۾ ٻارن جي ابتدائي تدريس ۽ تعليم ۾ خوش خطيءَ کي هڪ اهم مضمون جو درجو ڏنو وڃي ٿو. ويهين صديءَ تائين مسلمان ملڪن ۾ خوشخطيءَ تي زور ڏنو پئي ويو. پر هاڻي ڪمپيوٽر ۽ پرنٽنگ پريس جي ترقيءَ کان پوءِ ۽ ڪن ٻين سببن جي ڪري خوشخطيءَ جي فن جو زوال اچڻ شروع ٿيو آهي. اسلامي خطاطيءَ ۾ مختلف خط استعمال هيٺ آيا آهن. مشهور خطاط ۽ مصنف محمد بن حسن بن محمد بن احمد بن عمر الطيبي شافعيءَ پنهنجي رسالي 'جامع محاسن ڪتابة الڪتاب و نزهة اولي البصائر والالباب' ۾ خطاطيءَ جي 16 مختلف قسمن جو ذڪر ڪيو آهي. ابوالفضل خطاطيءَ جي مختلف قسمن بيان ڪرڻ کان پوءِ لکيو آهي تہ رائج الوقت خَطن مان اٺ خط، ابن مقلہ، محقلي ۽ ڪوفيءَ کان حاصل ڪيا آهن: (1) ثلث، (2) توقع، (3) محقق، (4) نسخ، (5) ريحان، (6) ورقاع، (7) تعليق، (8) نستعليق- جن ۾ خوشخطي ٿئي ٿي.



مجنون بن محمود الرفيقيءَ، محقلي، ڪوفي، ثلث، محقق، توقيق، نسخ، ريحان، رقاع، تعليق ۽ نستعليق مروج ۽ معروف خط ڄاڻايا آهن. شيخ محمد اڪرام پنهنجي ڪتاب ۾ هندستان جي ايجاد ڪيل چند خطن جي قسمن جو ذڪر ڪيو آهي، جن ۾: (1) خط گلزار، (2) خط غبار، (3) خط ريحان، (4) خط ناخن شامل آهن، جن ۾ عام طور خطاطي ٿئي ٿي.

غلام محمد راقم دهلويءَ (1239هہ) 'تذڪره خوش نويسان' ۾ بہ خط نويسيءَ جي مختلف قسمن جو ذڪر ڪيو آهي.

خطاطيءَ جي شڪلي خصوصيتن جو ذڪر ڪندي، صاحب 'مراة العالم' لکيو آهي تہ سلف جي ڏينهن ۾ عربن ۾ خط معقلي رائج هو. ان بعد خط معقليءَ مان خط ڪوفيءَ جو بنياد پيو ۽ هي خط عرب ۽ غير



عرب ملڪن ۾ متعارف ٿيو. خط ڪوفيءَ تقريباً 500 سالن تائين خوش نويسيءَ ۽ قرآن نويسيءَ ۾ استعمال ٿيو. خط ڪوفيءَ ۾ مختلف علائقن جي نسبت سان ڪيترين ئي شڪلين پيدا ٿيون، جنهنڪري خطاطيءَ جا گهڻا نمونا هن خط ۾ نظر ايندا.

سنڌ ۾ خطاطي (ڪيليگرافي) جي فن ۾ گل محمد کتري، عبدالمجيد پروين 'رقم' ۽ علي اڪبر سومري وڏي شهرت حاصل ڪئي آهي. هنن مان گل محمد کتري ۽ علي اڪبر سومري شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جي خطاطي ۽ منظر ڪشي ڪئي آهي. جڏهن ته ملڪي سطح تي پروين 'رقم' علامه اقبال شعري مجموعن جي خطاطيءَ ڪان پوءِ وڏي شهرت حاصل ڪئي. ڪجھ خطاط صرف قرآن پاڪ جي خطاطيءَ جي ڪري به مشهور ٿيا، جن ۾ مولانا قاسم لڌيانوي ۽ مولانا محمد عبدالله وارثي اچي وڃن ٿا. قيام پاڪستان ڪان پوءِ جن مصورن ۽ خطاطن مصوريءَ ۽ خطاطيءَ کي ملائي قرآني آيتن کي تمام حسين ۽ دلڪش انداز ۾ پيش ڪيو آهي، تن ۾ صادقين، محمد حنيف راهمي ۽ اسلم ڪمال قابل ذڪر آهن.

سنڌي خطاطيءَ ۾ گل محمد کتري ڪانسواءِ ظفر ڪاظمي، اڪبر سومري، ع. ق شيخ، فتاح هاليپوٽو، محمد علي پٽي، راز نائتن شاهي، خدا بخش ابڙي، چندر لال اداسي، منور ابڙي، هرجي لال، فيض محمد پتافي سڪندري، ڪپتان ابڙي، سعيد احمد پٽو، سراج احمد پتو عبدالرئوف، محمد حسن 'حسن قلم'، سعيد ميرٺي، غلام رسول عباسي ۽ ٻين خوبصورت فن پيش ڪيو. امان الله مهيسر ۽ فيض محمد پتافي سڪندري سنڌ ۾ اُهي نالا آهن جن موجوده دؤر ۾ سنڌي ڪٽليگرافي سان گڏ مزارن ۽ مسجدن ۾ عربي آيتن، حديثن ۽ فاري شعرن جي خطاطيءَ جا جوهر ڏيکاريا. جڏهن ته سنڌ اندر ڪن پراڻن مقبرن ۽ مسجدن ۾ به خطاطيءَ جا نادر نمونا مليا آهن. پراڻي وقت ۾ نئين ۽ سيوهڻ ۾ خطاطن جو وڏو تعداد رهندو هو جيڪي مسجدن ۽ مقبرن ۾ هٿ سان خطاطي ڪندا هئا.

**خط، انٽرويو، تقريرون (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب جديد سنڌي شاعريءَ جي اهم ترين نمائندي شيخ اياز جي انٽرويوئن، خطن ۽ تقريرن تي مشتمل آهي، جنهن جو تفصيلي مهاڳ ناليواري اديب رشيد ڀٽيءَ لکيو آهي. ڪتاب جي پهرئين ڀاڱي ۾ شيخ اياز جا ٽي خط: انٽيليڪچوئل ۽ انقلاب، هائڪو ۽ سنڌي شاعريءَ جو مزاج ۽ 'جي مان مران بند ۾'، سنڌس ٽي انٽرويو ۽ 22 تقريرون شامل آهن، جن جا عنوان هن ريت آهن: سامي سچ وڙاءِ، انڌيري ۾ سويري جي آس، اي ڪاش اهو تون ڄاڻين ها، سچل سرمست جي عظمت، ادب جو نئون ۽ پراڻو نظريو، سنڌي شاعريءَ جو مزاج، لوڪ ادب، سنڌ جي نفسيات جو آئينو شاهه جي شاعريءَ جا ٻه پاسا، مولانا رومي ۽ شاهه لطيف، چرخي چت نا لڳدا ۽ ٻيا موضوع شامل آهن. 344 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جولاءِ 1987ع ۾، ٻيو ايڊيشن 1999ع ۾ نيوفيلڊس پبليڪيشن، ٽنڊي ولي محمد ڇپائي پڌرو ڪيو.

ڪتاب جي ٻئي ڀاڱي ۾ شيخ اياز ڪان نصير مرزا جو ورتل انٽرويو: فقير محمد لاشاري ڪي اياز جو ڏنل انٽرويو ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين جو مخصوص انداز ۾ ورتل انٽرويو شامل آهن. ڪتاب جي هن ڀاڱي ۾ پڻ ٽي خط ۽ 18 تقريرون شامل آهن. ان ڪانسواءِ محمد عثمان ڏيپلائيءَ تي خاڪو 'منهنجو محسن'، نند جويريءَ جي ڪتاب 'چؤواٽي' جو مهاڳ، اياز گل جي شعري مجموعي جو مهاڳ، بدر ابڙي جي ڪتاب 'جيل جي ڊائري' تي مهاڳ شامل آهن. 257 صفحن تي مشتمل هن ڀاڱي جي قيمت 150 روپيا آهي. هن ڀاڱي جو پهريون ڇاپو اپريل 1991ع ۽ ٻيو ايڊيشن 1999ع ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن، ٽنڊي ولي محمد، حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**خطبات (ڪتاب)**: مولانا سيد ابو الاعليٰ مودوديءَ جي تقرين تي مشتمل هن ڪتاب جو هي ٽيون ڇاپو آهي، جيڪو مئي 2007ع ۾ سنڌ مسلم سوسائٽي، واڱٽي در، شڪارپور طرفان شايع ٿيل آهي. هن ڪتاب ۾ مولانا ابوالاعليٰ مودوديءَ جون اهي تقريرون آهن، جن ۾ هن اسلام جي نهايت ئي آسان ۽ مؤثر تشريح ڪئي آهي. ڪتاب کي ڇهن بابن ۾ ورهايو ويو آهي: باب پهريون ايمان، باب ٻيو اسلام، باب ٽيون نماز ۽ روزو، باب چوٿون زڪوات، باب پنجون حج ۽ باب ڇهون جهاد. پڪي پائي ۽ رنگين ٽائيٽل سان 316 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا ڄاڻايل آهي.

**خطبات سيد (ڪتاب)**: هي ڪتاب سنڌ جي قومي سياستدان جي. ايم. سيد جي انهن خطبن تي مشتمل آهي، جيڪي هن 1966ع ۾، نظربنديءَ مان آزاد ٿيڻ بعد، روشن خيال اديبن ۽ قومي ڪارڪنن سان گڏجي 'بزم صوفياءِ سنڌ' قائم ڪري، اُن جي اجلاسن جي موقعي تي ڏنا هئا. هن ڪتاب ۾ جي. ايم. سيد جا 10 خطبا شامل آهن، جيڪي هُن سيد عالي ؒ جي ميلي، نئين (23 جون 1966ع)، حضرت داد شهيد جي ميلي ڀڏاپور (1 آگسٽ 1966ع)، مهر شاهه جي ميلي، ميرپور بٺوري (3 سيپٽمبر 1966ع)، ڀٽ شاهه



(29 سيپٽمبر 1966ع)، پير حسن بخش شاهه جي ميلي، ڏُنڙي (23 آڪٽوبر 1966ع)، آئين ڪاميٽيءَ جي موقعي تي سن (18 نومبر 1966ع)، نبي سر (8 مئي 1968ع)، بزم صوفياء جي ورڪرس ڪانفرنس بيسنٽ هال، حيدرآباد (28 مئي 1967ع)، شاهه حيدر جي ميلي، سن (11 جون 1967ع) ۽ شاهه حيدر جي درگاهه، سن (15-16 آڪٽوبر 1969ع) تي بزم صوفياء سنڌ جي ثقافتي ڪانفرنسن جي موقعي تي ڏنا هئا. هنن خطبن ۾ جي. ايم. سيد سنڌي قوم ۾ قومي سجاڳي ۽ سجاڳي پيدا ڪرڻ سان گڏ مذهب، سياست ۽ طريقت جي روشن خيال رخن تي روشني وجهي، قومي ٻڌي ۽ امن عالم ۽ انسانيت جي ترقيءَ لاءِ پنهنجو پيغام ڏنو آهي.

ان سان گڏ هن ڪتاب ۾ بزم صوفياء سنڌ جي ٽين ثقافتي ڪانفرنس جي موقعي تي نور محمد پليجي جي ڪيل آجياڻي تقرير، ان موقعي تي شيخ اياز جي صدارتي تقرير، پنجين ثقافتي ڪانفرنس جي موقعي تي شاهنواز شاهه 'عارف المولي' جي آجياڻي تقرير ۽ ڇهين ثقافتي ڪانفرنس ۾ بزم صوفياءِ سنڌ جي سيڪريٽري رسول بخش پليجي جي تقرير به شامل آهي. بزم صوفياء سنڌ جي آئين ۽ ڇهين ڪانفرنسن جو احوال پهريون ڀيرو 1966ع ۾ ڇپيو هو. بعد ۾ نون ڪانفرنسن جو مڪمل احوال ترتيب ڏيارائي، محترم محمد سومار ٿيٻي 1975ع ۾ 'خطبات سيد' جي نالي سان ڇپايو هو. ان ڪتاب جو هي ٻيو ڇاپو، سائين پبلشرز سيوهڻ، 2000ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. 158 صفحن تي مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 100 روپيا آهي.



**خط ٻن اديبن جا (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناليوارن اديبن محمد ابراهيم جويي ۽ عبدالقادر جوڻيجي جي خطن تي مشتمل آهي. جنهن کي جامي چانڊيي سهيڙيو آهي، هن ڪتاب ۾ شامل خط 1966ع کان 1976ع جا لکيل آهن، جيڪي هنن ٻنهي اديبن هڪٻئي ڏانهن مختلف وقتن تي لکيا هئا. هڪ خط ۾ محمد ابراهيم جويو لکي ٿو ته: "آءٌ هتي (ڪوهاٽ) ۾ پاڻ کي اڪيلو ٿو محسوس ڪريان، پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڪو ڳالهائڻ وارو ڪونهي، ڪڏهن ڪڏهن ائين ٿو ڀانيان، ڄڻ زبان تي ڪي ڪنڊا لڳل آهن. ٻيءَ ڪنهن ٻوليءَ تي زبان وري ئي نه ٿي، ڪنهن دوست جو اتان کان خط پهچي ٿو ته دل بهار ٿيو وڃي، تنهنڪري مهرباني ڪري خط لکندو ڪر اوهين نوجوان ئي اسان پنيءَ پر تي بيٺل پوڙهن جو آٿت آهيو." هيءُ ڪتاب پنهنجي وقت جي ٻن ٽهين جي اديبن جي نمائندگي ڪندڙ نظر اچي ٿو هيءُ ڪتاب سنڌي اديبن جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد پاران 1999ع ۾ شايع ٿيو

**خط خوشيءَ مان ڪول (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب مشهور شاعر راشد مورائيءَ ڏانهن 507 شخصيتن جي لکيل خطن جو مجموعو آهي. راشد مورائيءَ جي ترتيب ڏنل هن ڪتاب ۾ زندگيءَ جي هر شعبي سان تعلق رکندڙ ماڻهن جا خط شامل ڪيا ويا آهن. سنڌ جي خطن جي تاريخ جو هي واحد ڪتاب آهي، جنهن ۾ مڪتوب اليه جو پنهنجو ڪو به خط شامل نه آهي. هن ڪتاب جي وڏي خصوصيت اها آهي جو اڳي جيڪي به خطن جا ڪتاب ڇپيا آهن، اهي ڪنهن خاص حلقي يا مخصوص ماڻهن جا خط آهن، پر هن ڪتاب ۾ سائين جي. ايم. سيد جهڙي شخصيت کان وٺي عام دوستن ۽ غير معروف اديبن جا به خط شامل آهن. سنڌ جي ادبي تاريخ جو هيءُ منفرد ڪتاب آهي، جنهن ۾ 507 ماڻهن جو هڪ هڪ خط شامل ڪيو ويو آهي، جن ۾ سنڌ جي سموري ثقافتي، سماجي ۽ اقتصادي زندگيءَ جي عڪاسي نظر اچي ٿي.




ڪتاب جو انتساب مرتب پنهنجي من پسند شخصيت سائين جي. ايم. سيد جي نالي ڪندي لکيو آهي ته: "جنهن پنهنجن دوستن جا خط ڇپائي، مون کي اتساهه بخشيو ته مان به پنهنجن محسنن جا خط ڪتابي صورت ۾ آڻي پڌرا ڪريان. ڪتاب جو پبلشر المهراڻ فائونڊيشن، سانگهڙ جو عاجز منگي آهي، جڏهن ته ڪتاب جو مهاڳ قومي دانشور عبدالواحد آريسر لکيو آهي. ڪتاب جو نالو شاهه لطيف جي هيٺئين بيت مان کنيو ويو آهي:

آءُ ڪانگا، ٻهه ٻول، سُڌيون ڏي ساڄڻ جون،
جي آندءِ عجيبن جا، سي خط خوشيءَ مان ڪول،
آءُ سڄاڻ، تون ٻول، سنيهو سڄڻن جو.

ڊيمي سائيز جي 496 صفحن تي مشتمل خوبصورت ٽائيٽل وارو هي ڪتاب 2011ع ۾ ڇپيو آهي ۽ ان جي قيمت 500 رپيا ڄاڻايل آهي.




**خط غُبار (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب، ناميارِي اديب غلام رباني آگري جي حڪيم اعجاز حسين چانڊيي ڏانهن لکيل خطن، ۽ خطن ۾ پنهنجي سوانح حيات بابت ذڪر تي مشتمل آهي. هن ڪتاب کي سهيڙيو به حڪيم اعجاز حسين چانڊيي آهي، جنهن ڪتاب جو انتساب غلام رباني آگري جي فرزندن: الطاف حسين، عزيزالرحمان، مجيب الرحمان ۽ نياڻي قرت العين ڏانهن ڪندي، ڪين سندن والد واري ئي دُعا ڏني آهي ته:

تا جهان باشد به نيڪي،
در جهانت باد نام.

ڪتاب جو مهاڳ حڪيم خليفي عبدالحميد چانڊيي ۽ ديباچو حڪيم اعجاز حسين چانڊيي خود لکيو آهي. خطن کان اڳ حڪيم صاحب غلام رباني آگري جي سوانح حيات ڪي غلام رباني آگري جي زباني پيش ڪندي، وچ وچ ۾ رباني صاحب واري طرز بيان ۾ سلسلي

ڪي هلايو آهي. جنهن مان محسوس ٿئي ٿو ته هو رباني صاحب جي لکڻ جي انداز کان حد کان وڌيڪ متاثر آهي. ڪتاب جي آخري حصي ۾ رباني صاحب جا 2002ع کان 2005ع تائين جا لکيل خط ڏنا ويا آهن. جنهن کان پوءِ ڇهن صفحن تي رباني صاحب جون يادگار تصويرون ڏنيون ويون آهن. ڊيمي سائيز جي 134 صفحن تي مشتمل، غلام رباني آگري جي خوبصورت تصوير واري ٽائيٽل سان هي ڪتاب روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري، 2010ع ۾ ڇپايو آهي ۽ ڪتاب جي قيمت 150 روپيا آهي.

**خط نمبر (ڪتاب)**: سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد پاران نڪرندڙ سلسليوار ڪينجهر رسالي جو چوئيتاليهون (44) نمبر 'خط نمبر' آهي. جنهن ۾ سنڌ جي مختلف اديبن جا، اديبن ڏانهن موڪليل خط شامل آهن. جن مان ان وقت جي ادبي حالتن بابت بخوبي پتو پوي ٿو. هن ڪتاب تي به اڪر ناز سنائيءَ جا لکيل آهن ۽ ڪتاب ۾ ڪل 52 اديبن ڏانهن مختلف اديبن جي لکيل خطن جو هڪ وڏو تعداد شامل آهي. 208 صفحن جي هن رسالي جي قيمت 30 روپيا آهي.

**خط ۽ مضمون (ڪتاب)**: هن ڪتاب جو مصنف سنڌ جو مفڪر ۽ ڏاهو سائين جي. ايم. سيد آهي. هيءَ ڪتاب سائين جي ايم سيد ڏانهن پيرعلي محمد راشديءَ جي لکيل خطن ۽ سندس بابت لکيل مضمونن جو مجموعو آهي. هن ڪتاب ۾ 97 خط شامل آهن. هن ڪتاب جو پيش لفظ ۽ علي محمد راشديءَ جي حياتيءَ جو مختصر احوال به سائين جي. ايم. سيد لکيو آهي. خطن جي باري ۾ سائين جي ايم سيد جو چوڻ آهي ته هنن خطن ۾ علي محمد راشديءَ جي ذوق زندگيءَ جو پتو پئجي سگهي ٿو ڪن خطن ۾ هن اهي سياسي اڳڪٿيون ڪيون آهن، جي ڪو چتو سياستدان ڪري سگهي ٿو. 167 صفحن تي مشتمل هن ڊيمي سائيز جي ڪتاب جي قيمت هڪ سئو روپيا آهي. هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1970ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو نومبر 1995ع ۾ جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سن ضلعي دادو ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**خطيب شاهه صدرالدين جي قبر**: شاهه صدرالدين خطيب جي قبر سکر ضلعي ۾ بکر جي قلعي اندر ايرندي طرف آهي. هن ڪامل ولي الله جي تربت، عقيدتمندن لاءِ مشهور زيارتگاهه آهي. هي بزرگ 'خطيب' جي لقب سان مشهور ٿيو مزار جي ٻاهران هڪ گدامڙيءَ جو وڻ آهي، جنهن لاءِ عام روايت آهي ته قلندر لعل شهبازؒ، ملتان کان سيوهڻ ويندي، قيام وقت هن وڻ جو ڏنڊڻ پوکيو هو جنهن مان هي وڻ پيدا ٿيو آهي.



**خطي نيزا**: هڪ قسم جو هٿيار جيڪو عرب جنگين ۾ استعمال ڪندا هئا. عرب هنن نيزن کي هندي نيزا به سڏيندا هئا. قديم زماني ۾ عربن وٽ هندي تلوارن وانگر هندي نيزا گهڻو مشهور هئا. جيڪي خاص ڪري 'عمان' واري علائقي 'بحرين'، ۾ تيار ڪيا ويندا هئا. ان کي 'خط' چيو ويندو هو ان لاءِ سنڌ، گجرات ۽ پنڄوچ کان بانس ۽ بيد گهرايا ويندا هئا. پوءِ انهن کي نيزي جي شڪل ڏني ويندي هئي. خطي ۽ سمهري نيزا خالص هندستاني ڪاٺيءَ مان ٺاهيا ويندا هئا. جيڪي جنگين ۾ ڪتب ايندا هئا.

**خفيف I**: سومرا راج جو پهريون بادشاهه خفيف هو. جنهن سنڌ تي عربن جي تسلط ڪانپوءِ مقامي گهراڻي جي حڪومت جو بنياد وڌو. خفيف ان وقت منصوره جي حاڪم سعد جي ڌيءَ سان شادي ڪئي. سعد جي مرڻ کان پوءِ منصوره وارن يڪراءِ سعد جي نائي خفيف کي بادشاهه چونڊيو. لفظ 'خفيف' پهريون ڀيرو فرخيءَ جي قصيدي ۾ ڏسڻ اچي ٿو. 401هه/ 11-1010ع ۾ خفيف سومري جي گاديءَ جو هنڌ منصوره هو. سندس دور ۾ محمود غزنويءَ ملتان تي حملو ڪري ڪيترن بيڌوهي مسلمانن جو قتل عام ڪرايو. ملتان جي ماڻهن اچي منصوره ۾ پناهه ورتي.

سومنات کان موٽندي محمود غزنويءَ منصوره تي حملو ڪيو. پر سندس پهچڻ کان اڳ اتان جو حاڪم خفيف ٻيلن ڏانهن هليو ويو. محمود غزنوي منصوره جو سڄو شهر تباهه ڪيو ۽ اتي جي ماڻهن جو بيڌوهه قتل عام ڪرائي، واپس غزني هليو ويو. راهه ويندي محمود غزنويءَ جتن/ جاٽن جو وڏي تعداد ۾ قتل عام ڪرايو. محمود غزنوي ۽ سندس لشڪر ڪنوارين ڇوڪرين جي عزتن ۾ هٿ وڌا. خفيف جي موت بابت فرخي لکي ٿو ته خفيف هڪ بحري جنگ ۾ (جنهن ۾ جتن سندس بدلي وٺڻ لاءِ سات ڏنو) درياهه ۾ ٻڏي مري ويو. ٿي سگهي ٿو سندس موت انهيءَ جنگ دوران ٻڏڻ سبب ٿيو هجي، پر فرخي جو بيان مشڪوڪ ٿو لڳي. ڇاڪاڻ ته خفيف انهيءَ وقت تائين پندرهن سال وڏي ڪاميابيءَ سان ملڪ هلائي چڪو هو ۽ جتن جي مدد لاءِ پنهنجي سر محمود غزنويءَ سان وڙهڻ بجاءِ هو پنهنجو فوجون موڪلي ٿي سگهيو. گهڻو گمان آهي ته خفيف (27-1026ع ۾) منصوره ۾ ٿيل بيدرديءَ سان قتل عام کان ستت پوءِ گذاري چڪو هو ڇاڪاڻ ته سنڌ جي سومرن جو هڪ اجتماع 1026ع ۾ ٿري (تعلقي ماتليءَ) ۾ ٿيو هو جتي سومار سنڌ جو آزاد بادشاهه نامزد ڪيو ويو هو ۽ منصوره جو شهر ميسارجڻ سبب 'ٿري' کي گاديءَ جو درجو ڏنو ويو هو سومرا راج گهراڻي جو باني خفيف پنهنجي پويان پونگر نالي ننڍڙو پٽ ڇڏيو. خفيف مضبوط ۽ رحمدل حاڪم هو. سخت حالتن جي باوجود هن تخت سنڀاليو ۽ عوام جي ڀلائيءَ لاءِ رات ڏينهن ڪم ڪيو. وڏي ڪاميابيءَ سان هن پندرهن سال حڪومت ڪئي." سنڌ ۾ بهادري جي علامت سمجهيو ويندڙ دودو سومرو هن ئي خاندان مان سنڌ جو حڪمران ٿي گذريو آهي.

**خفيف -II**: هن نالي سان سنڌ جي سومرن جي خاندان ۾ ٽي حڪمران رهي چڪا آهن. خفيف ٻيو ايم. ايڇ. پنهور جي تحقيق مطابق 1106/7ع کان 1141/42ع تائين حڪمران رهيو. هو همون ٻائيءَ جو وڏو ڀاءُ هو. جيڪا پنهنجي مڙس سنگهار جي مري وڃڻ کان پوءِ حڪمران ٿي هئي ۽ پنهنجي سلطنت کي ٻن حصن ۾ ورهائي پنهنجي ڀائرن کي حڪمران بنايو هئائين. انهن مان هڪ رياست تي وڏو ڀاءُ خفيف سومرو حاڪم مقرر ٿيو. خفيف سومرو امن پسند حاڪم هو. جڏهن سلطان شهاب الدين محمد غوري ننڍي ڪنڊ تي حملو ڪري اڳتي وڌي رهيو هو ته سڄي ننڍي ڪنڊ جي رياستن ۾ سخت نفسياتي ۽ اقتصادي دٻاءُ پيو. نتيجي طور سنڌ اندر به سخت بيچيني پيدا ٿي. اچ جي فتح کان پوءِ سلطان جيئن ئي واپس وريو ته انهيءَ سياسي، سماجي ۽ اقتصادي بيچيني ۽ دٻاءُ مان فائدو وٺندي وڳهه جي دودي نالي هڪ سومرا گهراڻي جي سردار بغاوت ڪري، خفيف کي قتل ڪري پاڻ حڪومت تي قبضو ڪيو.

**خفيف -III**: هيءُ سومرا گهراڻي جو حڪمران هو. خفيف ٽيون 1315ع کان 1332/33ع تائين حڪمران رهيو. هيءُ پونگر سومري جي مري وڃڻ کان پوءِ سندس جاءِ تي حاڪم مقرر ٿيو. هن جي دؤر ۾ جلال الدين خلجي دهليءَ جي تخت تي ويٺو. جنهن پنهنجي پٽ ارڪلي خان کي ملتان ۽ سنڌ جو حاڪم ڪري موڪليو: مولانا ابوالظفر ندويءَ جو چوڻ آهي ته: "بلبن جي دور کان وٺي رواج پئجي ويو هو ته اصل حاڪم اعليٰ ديپالپور ۾ رهندو ۽ سندس ماتحت ملتان، اچ ۽ سيوهڻ جا حاڪم هوندا هئا. اچ ۽ سيوستان جا حاڪم فقط شهر ۽ قلعي تائين محدود هوندا هئا. باقي سڄي ملڪي ايراضي خصوصاً سومرن جي قبضي ۾ هوندي هئي. انهيءَ حاڪم جي حيثيت فوجي قلعي داد واري هوندي هئي. خفيف جي دور ۾ اتر اولهه کان مغلن سنڌ تي حملو ڪيو. انهيءَ حملي ۾ پاڻ آزاد رياست جي حڪمراني وڃائي ويٺو ۽ باقي زندگي گوشا نشين ٿي گذاريائين.

**خلافت**: لفظ خلافت 'خلف' مان ورتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي نائب، نبيءَ يا وليءَ جي جاءِ نشينيءَ طور ساڳئي فڪر کي اڳتي هلائڻ وارو اسلامي نقطهٔ نظر سان خلافت معنيٰ الله تعاليٰ پاران اختيارن جو نظام مقرر ضابطن سان هلائڻ آهي. لفظ خلافت ۽ خليفي جو پسمنظر ڏسجي ٿو ته خليفو لفظ پهريون ڀيرو قرآن پاڪ ۾ حضرت آدم عليه السلام لاءِ ڪتب آندو ويو. خلافت الله کي مالڪ سمجهي شريعت مطابق حڪومت ڪرڻ ۽ ان معنيٰ ۾ هڪ قوم جي مٿان حڪومت قائم ڪرڻ آهي. قرآن پاڪ مطابق الله تعاليٰ حضرت آدمؑ کي زمين تي پنهنجو خليفو مقرر ڪيو (سوره بقره آيت 30) انکانپوءِ خليفي جو لفظ حضرت دائودؑ لاءِ استعمال ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح اسلامي تعليم مطابق آدمؑ جي تخليق سان گڏ خلافت جي به شروعات ٿي، جيڪا زماني جي تبديليءَ سان گڏ پنهنجو روپ مٽائيندي رهي. ان ڳالهه جو ذڪر قرآن پاڪ ۾ هن ريت آهي ته: جيڪي ماڻهو ايمان آڻين ٿا ۽ نيڪ ڪم ڪن ٿا، انهن سان الله تعاليٰ جو وعدو آهي ته انهن کي عارضي خلافت عطا ڪندو، جيئن هن کان اڳ جي ماڻهن تي خلافت عنايت ڪيائين (النور:55)، اهڙي طرح قرآن پاڪ ۾ مختلف جڳهين تي خلافت جو ذڪر آيو آهي.

ان کان پوءِ اسلام جي مختلف فرقن جي عالمن خلافت جون مختلف تشريحون ڪيون آهن جهڙوڪ: (1) امام ابن تيميه ڪتاب سياست شرعيه ۾ لکي ٿو ته: "خلافت جي لائق اهو ماڻهو آهي، جيڪو ماڻهن کي صحيح سلامت امانتون پهچائي ۽ الله تعاليٰ، رسول ڪريم صلي الله عليه وسلم جي حڪمن تي عمل ڪري." (2) شيعا، خلافت جي جڳهه تي لفظ امامت کي استعمال ڪندا آهن ۽ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي پرلوڪ سڌارڻ کانپوءِ حضرت علي عليه السلام کي جاءِ نشين سمجهندا آهن.

**خلائي تحقيق** (Space Exploration): زمين جي ٻاهرئين گولي کي، فلڪيات ۽ خلائي حرفت وسيلي جاچڻ کي خلائي تحقيق چئجي ٿو. خلا



جا جاچو راڪيٽن تي چڙهي خلائي تحقيق ڪندا آهن. ته جيئن معلوم ڪري سگهجي ته زمين کان مٿي فضا ۾ ڪهڙا تارا ۽ سيارا ڪهڙي حالت ۾ آهن. اتان جي آبهوا، گرمي پد ۽ ٻيون ماحولياتي سرگرميون ڪهڙيون آهن يا ٿي سگهن ٿيون. اهڙي تحقيق جي شروعات 20 هين صدي عيسويءَ کان شروع ٿي. آمريڪا ۽ روس جي سرد جنگ دوران، خلائي ڊوڙ جو عمل ٿيو. جنهن ۾ روس ۽ آمريڪا هڪٻئي تي اڳرائي حاصل ڪرڻ لاءِ خلا ۾ پنهنجا راڪيٽ موڪلڻ شروع ڪيا. سڀ کان پهرين روس پنهنجو هڪ خلائي راڪيٽ، اسپوتنڪ I نالي 4 آڪٽوبر 1957ع تي خلا ۾ موڪليو. جڏهن ته آمريڪا 20 جولاءِ 1969ع تي اپولو- II نالي خلائي شٽل خلا ۾ موڪليو. جنهن جو ڪم هو ته اهو خلائي جهاز/ شٽل چنڊ بابت معلومات گڏ ڪري. ان کان ترت پوءِ سڀ کان اول خلا ۾ ويندڙ انسان يُوري گاگرين (Yuri Gagarin) هو. جنهن 1961ع ۾ خلا جو سفر ڪيو. سڀ کان اول خلا ۾ پيرر ڪندڙ روسي خلائي ماهر اليڪسي ليونوف هو. جنهن 1965ع ۾ خلا ۾ قدم رکيو. سڀ کان پهريون خودڪار راڪيٽ جيڪو چنڊ جي سطح تي لٿو ان جو نالو سائيلوٽ-I هو. جيڪو 1971ع ۾ موڪليو ويو هو.

پهرين سيٽلائيٽ، اسپوتنڪ I هئي، جيڪا 1957ع ۾ خلا ۾ موڪلي وئي، ان جو وزن 393 ڪلوگرام هو اهو خلائي راڪيٽ زمين کان 250 ڪلوميٽر زمين کان مٿي اڏائو ۽ خلا بابت تحقيق ڪيائين. هن ۾ اهڙو انتظام رکيو ويو هو. جنهن سان هٽ ايندڙ معلومات ريڊيائي لهرن ذريعي هيٺ زمين تي گڏ ڪئي پئي وئي. 4 آڪٽوبر 1957ع تي سويت يونين طرفان پهريون مصنوعي سيارو اسپوتنڪ (Sptunki) ۽ آمريڪا جي خلائي راڪيٽ اپولو- II

جو 20 جولاءِ 1969ع تي چنڊ تي لهڻ بہ انهيءَ خلائي ڊوڙ (Space race) جو حصو هئا. روس جي خلائي پروگرام شروع ۾ ڪيترين ئي ڪاميابيون ماڻيون. جنهن ۾ 1961ع ۾ يُوري گاگرين (Yuri Gagarin) بہ خلا ۾ قدم رکيو. جنهن کانپوءِ خلا ۾ سفر ڪرڻ راز نہ رهيو. يورپي يونين، جپان ۽ هندستان پڻ انساني خلائي سفر جي ڪوشش ۾ رڌل رهيا آهن. 1990ع کان خانگي مفادن پڻ خلائي تحقيق کي فروغ ونراڻ شروع ڪيو. جنهن ۾ چنڊ جي خلائي تحقيق بہ شامل آهي. 2000ع ۾ چين بہ ڪاميابيءَ سان خلائي پرواز جو سفر پورو ڪيو. سڀ کان پهرين انسان جا ناهيل پرزا (Objects) خلا ۾ موڪلڻ جو اعزاز جرمنيءَ جي سائنسدانن ڏانهن وڃي ٿو. جن پهريون انساني عنصر ($V_2$ نالي) ٻي مهاڀاري لڙائيءَ دوران 3 آڪٽوبر 1942ع ڌاري خلا ۾ موڪليو. انهيءَ جنگ کانپوءِ آمريڪا بہ جرمنيءَ جي سائنسدانن کي پنهنجي فوجي ۽ شهري مقصدن لاءِ استعمال ڪيو. ان کانپوءِ آهستي آهستي خلائي تحقيق ۾ تمام گهڻي ترقي ٿي ۽ آخرڪار روس جي پهرين عورت ويلنٽينا ٽريشڪووا (Valentina Tereshkova)، 16 جون 1963ع ۾ خلا جو سفر ڪيو.

سڀ کان اهم ڳالهہ اها آهي تہ خلائي ڊوڙ پنييان سڀ کان وڏو سبب هٿيارن جي صنعت کي وڏي پئماني پهچائڻ هو. آهستي آهستي سائنس ۾ گهڻي تحقيق سان 'انٽرڪانٽينينٽل بئلسٽڪ ميزائل' (ICBMS) جهڙن هٿيارن جو ايجاد ٿيڻ ممڪن ٿيو. آمريڪا ۽ روس خلائي ڊوڙ جي حوالي سان هڪ ٻئي سان چٽاپيٽيءَ ۾ رهيا آهن. اهڙي نموني ٻنهي ملڪن خلائي تحقيق ۾ ڀرپور حصو ورتو. نتيجي طور ڪيترين پراسرار خلائي ڪوجنائون ٿيون ۽ آهستي آهستي انسان مصنوعي سيارن ذريعي ڪيترن اهم گرهن ۽ ايگرهن کي فتح ڪرڻ شروع ڪيو. جيڪو ڪڏهن خواب سمجهيو ويندو هو. آمريڪي خلائي سائنسدانن وڏي ۾ وڏو ڪارنامو، 20 جولاءِ 1969ع تي سرانجام ڏنو ۽ نيل آرمسٽرانگ چنڊ تي قدم رکيو. اهڙيءَ ريت انسان جي مسلسل جدوجهد ذريعي ٻيون بہ ڪيترين ئي خلائي ڪاميابيون مليون. سائنسدانن جي خلائي تحقيق سان سج، عطارد، زهره، زمين، چنڊ، مريخ، مُشتري، زحل، نيپچون گرهن وغيره بابت معلومات حاصل ٿي ۽ ڪيترين خلائي حقيقتن جي ڄاڻ ملي. اڄ 21 صديءَ جي جديد دور ۾ خلائي تحقيق تمام وڏي اهميت رکي ٿي ۽ جيڪي ملڪ ان ۾ سڀ کان اڳرا آهن، تن کي دنيا ۾ ترقي يافتہ ۽ طاقتور سمجهيو وڃي ٿو.

**خلائي حياتيات** (Astrobiology): ڪائنات ۾ زندگيءَ جي حوالي سان، ارتقا ۽ پيچ ڊاهہ جي مطالعي 'خلائي حياتيات' جو علم چيو وڃي ٿو.




خلائي حياتيات جا ماهر تحقيق ڪندا آهن تہ ستارا ۽ سمورو نظام، شمسي انساني زندگيءَ لاءِ ڪهڙيءَ ريت مددگار آهن. ڌرتيءَ جي گولي تي زندگيءَ جي ابتدا ڪيئن ۽ ڪڏهن کان ٿي ۽ ڪهڙن ڪهڙن عملن حياتياتي ارتقا تي اثر وڌا، انهن سڀني رازن کي ڄاڻڻ واري علم کي 'خلائي حياتيات' چئجي ٿو.

**خلائي لباس** (Space Suit) هڪ خاص قسم جو لباس، جيڪو خلاباز پائي خلائي سفر ڪندا آهن ۽ چنڊ يا ٻين سيارن تي ويندا آهن. هن لباس



جو مقصد خلابازن کي گرمي ۽ سرديءَ کان بچائڻ ۽ 64 هزار ميل في ڪلاڪ جي رفتار سان سفر ڪندڙ شهاب ثاقب کان بہ محفوظ رکڻ هوندو آهي. هي دنيا جو انوکو لباس آهي، جنهن ۾ هٽرادو هوا ڀريل هوندي آهي. هي لباس ٽن حصن تي مشتمل هوندو آهي. هن جو هڪ حصو خلاباز جي جسم تي چنبڙيل هوندو آهي، جنهن کي Liquid colling garment چوندا آهن. جيڪو نائلون جي هڪ ڄاريءَ تي مشتمل هوندو آهي. جيڪا پاڻيءَ جي نالين کي مضبوطيءَ سان پڪڙي رکندي آهي. خلاباز جي جسم جي گرميءَ جو درجو هڪ ئي سطح تي رکڻ لاءِ پاڻي انهن نالين مان گذرندو آهي. خلابازن کي هن حصي جي ضرورت تڏهن پوندي آهي، جڏهن سندن خلائي جهاز مان ٻاهر نڪرڻ ضروري هوندو آهي. ٻيو حصو Torso limp Suit سڏبو آهي، جيڪو هٿن ۽ پيرن کان سواءِ سڄي جسم کي ڍڪي رکندو آهي. ٽيون حصو پندرهن تهن تي مشتمل هوندو آهي. جنهن کي Intergrated Thermal Meteroid Garment چوندا آهن. خلابازن جي هٿن ۽ پيرن کي گرمي ۽ چنڊ تي موجود جبلن جي پٿرن کان بچائڻ لاءِ خاص قسم جا دستانا ۽ بوٽ پارايا ويندا آهن. هي بوٽ وزني هوندا آهن تہ جيئن خلاباز جو توازن برقرار رهي سگهي. خلاباز جي پٺيءَ تي چانديءَ جي صندوق هوندي آهي. جيڪا گئس پرڻ جي ٽانڪين، بجلي ۽ مواصلاتي نظام تي مشتمل هوندي آهي. هن جو وزن هڪ سئو ويهہ پائونڊ هوندو آهي ۽ گهڻو ڪري منتقل ٿيڻ جوڳو حياتياتي نظام سڏبو آهي. چنڊ جي سطح تي سڀ کان پهريان هلندڙ خلابازن جيڪو لباس استعمال ڪيو هو، ان جو وزن سوا ٻہ مڻ هو.

**خلجي، جلال الدين فيروز**: جلال الدين فيروز خلجيءَ دهليءَ جي سلطنت تي ويهڻ کان ترت پوءِ 'ڪيلوڪري' (ڪيلوگهڙي) شهر کي

تختگاهه بڻايو. ڪيلوپري کي شهر نو (نئون شهر) پڻ سڏيو ويندو هو، جنهن جو بنياد رڪنڊ معزالدين ڪيقباد هو، هي شهر دهليءَ کان ڪجهه ميلن جي مفاصلي تي هو. دهلي شهر ۾ ترڪ اميرن ۽ عام رعيت جو زور هو، انهن جلال الدين جي سخت مخالفت ڪئي، اتان جي اميرن هن کي افغان سڏيو. ترڪ هوندي به ترڪن کين پنهنجي برابر نه سمجهيو. اڳتي هلي فيروز خلجيءَ جي رعيت پروريءَ سبب اهو تاثر ختم ٿي ويو. هن لالچي اميرن کي زمينون ۽ جاگيرون ڏئي پنهنجو ڪيو. هڪ سال کان پوءِ جڏهن دهليءَ ويو، ان وقت سندس عمر 70 سال هئي. فيروز خان خلجيءَ کي هڪ دفعي درٻار جي وزير ملڪ احمد چپ ڪلمر ڪلا چيو ته: 'هڪ بادشاهه کي حڪومت ڪجهه سختيءَ سان ڪرڻ گهرجي نه ته اهو بهتر ٿيندو ته هو تخت ڇڏي ڏي'. فيروز کيس جواب ڏنو ته: "جيڪڏهن حڪومت جي معنيٰ ظلم ۽ تشدد آهي ته پوءِ اهڙي بادشاهي مون کي نه گهرجي".

بلبن جي خاندان جو آخري فرد ملڪ ڇجو، الهه آباد جو گورنر هو، جڏهن ملڪ ڇجو ڪشل خان شعبان 689هه/ سيپٽمبر 1290ع ۾ فيروز خلجيءَ خلاف بغاوت جو اعلان ڪيو، تڏهن آسپاس جا ڪيترا امير هن سان اچي گڏيا. آخر ملڪ ڇجو پنهنجي لشڪر سميت دهليءَ ڏانهن وڌيو. اها خبر جڏهن فيروز خلجيءَ کي پئي تڏهن پاڻ لشڪر سميت، دهلي ڇڏي اڳتي وڌيو. بدايون شهر جي ويجهو ٻنهي لشڪرن جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ ملڪ ڇجو چند گهڙين ۾ جنگ هارائي ويو ۽ پنهنجن اميرن سميت گرفتار ٿي اچي فيروز خلجيءَ وٽ پيش ٿيو. فيروز خلجي، سيني قيدين کي زنجيرن ۾ جڪڙيل ڏسي پريشان ٿي ويو. هن حڪم ڏنو ته باغين کي زنجيرن مان آزاد ڪري ساڻن مهمانن جهڙو سلوڪ ڪيو وڃي. ملڪ ڇجوءَ کي ملتان موڪليو ويو، جتي ڪيس هر آرائش ۽ سهولت مهيا ڪري ڏني وئي. الهه آباد (ڪڙهه) جي گورنري فيروز خلجيءَ پنهنجي ڀائٽيي ۽ نائي علاؤ الدين خلجيءَ جي حوالي ڪئي ۽ خود محرم 690هه/ فيبروري 1291ع ڪيلوپري (ڪيلوگهڙي) موٽي آيو. صوفي درويش سيدي مولا، جيڪو ايران جي بلبن جي دور ۾ دهليءَ آيو هو ۽ ڪجهه عرصو خواجه فريد الدين شڪر گنج جي صحبت ۾ رهيو هو. ان بزرگ جي خانقاهه تي روزانو امير توڙي غريب اچي ماني کائي ڏو ڪندا هئا.

فيروز خلجي کان اهو برداشت نه ٿيو ۽ هن سيدي مولا تي بغاوت جو الزام هڻي کيس چند مريدن سميت زنجيرن ۾ جڪڙي سندن سر قلم ڪيا. ان کان پوءِ ڏهه گز ڊگهي ۽ 3 گز ويڪري خندق کوٽي ان ۾ ڪاٺيون رکي باهه ڏني وئي ۽ جڏهن باهه ۾ سڀ ڪاٺيون ٻرڻ لڳيون تڏهن فيروز خلجيءَ جي حڪم سان سيدي مولا جي لاش کي ان باهه ۾ اڇلايو ويو.

سيدي مولا جي شهادت کان پوءِ راجپوتن جا حوصلا وڌي ويا. انهن بغاوت ڪئي. فيروز خلجي 1291ع ۾ لشڪر وٺي راجپوتانا ۽ مالوا جا علائقا فتح ڪيا، جتان ڪافي مال دولت ڦريائين. ان کان پوءِ رڻٿمبور جي قلعي کي گهيرو ڪيائين. سندس فوج ڪافي عرصي تائين رڻٿمبور جي قلعي کي گهيرو ڪيو ويٺي رهي، آخرڪار فيروز خلجي بنا فتح جي دهليءَ واپس موٽي ويو. ان شرمناڪ ناڪاميءَ کان پوءِ هڪ ٻي مصيبت نازل ٿي. 692هه/ 1293ع ۾ هلاڪو خان جو پوٽو عبدالله ڏيڍ لک منگولن تي مشتمل فوج سان گڏ حملي آور ٿيو. فيروز خلجي منگولن جي حملي جي خبر ٻڌندي ئي مقابلي لاءِ تيار ٿيو، هٿي لشڪر سنام جي علائقي ۾ اچي گڏيا. ان هنڌ تي ٻنهي فوجن کي الڳ ڪري رکيو هو. آخرڪار ٻنهي جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ فيروز خلجي حرفت سان جنگ ۾ فتح حاصل ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. ان دوران هن صلح جي آڇ به ڪئي. ٻنهي بادشاهن جي وچ ۾ صلح ٿيو ۽ عبدالله لشڪر سميت وطن واپس هليو ويو پر الغ بيگ دهليءَ ۾ ئي رهي پيو. فيروز خلجي پنهنجي ڌيءَ جي شادي الغ بيگ سان ڪرائي. ان کان پوءِ الغ بيگ پنهنجي ڇئن هزار ساٿين سان ملڪ ۾ وڏي عهدي تي سرفراز ٿيو. هنن غياثپور، اندرپت، ڪيلوگهڙي ۽ تلوڪا (مغلپوره) ۾ رهائش اختيار ڪئي. فيروز خلجي پنهنجي ڀائٽيي کي سڀ اختيار ڏئي ڇڏيا هئا. هڪ ڏينهن فيروز خلجيءَ جو ناٺي علاؤ الدين پنهنجي محل ۾ پنهنجي ٻيءَ زال سان عيش عشرت ۾ مشغول هو ته فيروز جي ڌيءَ علاؤ الدين جي زال کيس پادرن سان اچي ڪُٽيو. علاؤ الدين پنهنجي زال (فيروز جي ڌيءَ) کي تلوار سان زخمي ڪري ڇڏيو. اها خبر جڏهن فيروز خلجيءَ کي پهتي ته هن بنا غور ڪرڻ جي چيو ته اهو زال مڙس جو معاملو آهي، پر کيس اها خبر نه هئي ته علاءُ الدين سندس قتل جون تياريون ڪري رهيو هو. فيروز خلجي جڏهن ڪڙهه ۾ پنهنجي ڀائٽيي سان ملڻ لاءِ پهتو ته جيئن ئي ٻيڙي مان لهي پنهنجي ڀائٽيي ڏي وڌيو ته علاؤالدين جي مقرر ڪيل ماڻهن فيروز خلجيءَ جو سر ڌڙ کان جدا ڪري ڇڏيو. ان سان گڏوگڏ فيروز جي وفادار اميرن کي به قتل ڪري ڇڏيو. اهو واقعو 17 رمضان 695هه/ 20 جولاءِ 1296ع تي جمعي جي ڏينهن پيش آيو. ان کانپوءِ حڪومت جون واڳون علاؤ الدين خلجيءَ جي هٿ ۾ آيون.

**خلجي رڪن الدين ابراهيم 'قدر خان'** : خلجي گهراڻي جي پهرئين حاڪم جلال الدين فيروز شاهه جو آخري ننڍو پٽ رڪن الدين ابراهيم هو، جنهن کي سلطنت طرفان 'قدر خان' جي خطاب سان نوازيو ويو. جڏهن سيدي مولا سان گڏ سلطان جو وڏو پٽ خان خانان قتل ٿي ويو، تڏهن خان خانان جون سڀ جاگيرون ابراهيم کي ڏنيون ويون. جلال الدين خلجي پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي پنهنجي پٽ ارڪلي خان کي ملتان جو گورنر مقرر ڪيو ۽ ابراهيم کي پاڻ سان گڏ دارالسلطنت دهليءَ ۾ رهايائين. جڏهن علاءُالدين پنهنجي چاچي ۽ سهري جلال الدين کي قتل ڪري حڪومت جون واڳون سنڀاليون، تڏهن دهليءَ ۾ جلال الدين جي بيوه پنهنجي ننڍي پٽ سلطان رڪن الدين ابراهيم کي 'قدر خان' جي لقب سان بادشاهه بنايو ۽ هُئي ماءُ پٽ گڏجي حڪومت ڪرڻ لڳا.

ملتان ۾ ارڪلي خان کي جڏهن پنهنجي ماءُ جي ناانصافيءَ جي خبر پئي ته کيس ڏاڍو ڏک پهتو، پر ماٺ رهيو. علاءُ الدين اها خبر ٻڌندي ئي دهليءَ تي حملو ڪري ڏنو ۽ ترت دهلي فتح ڪري ورتائين. سلطان ابراهيم پنهنجي ماءُ ۽ لشڪر سميت اچي پنهنجي ڀاءُ ارڪلي خان وٽ ملتان پهتو. ارڪلي خان کي علاءُالدين جي حملي جو خطرو هو. علاءُالدين دارالسلطنت دهليءَ ۾ جشن ڪرڻ بدران جلد هڪ وڏو لشڪر ملتان فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو. خلجي گهراڻي جي ٻن سڳن سئوٽن جي جنگ ۾ علاءُالدين کي فتح حاصل ٿي ۽ ارڪلي خان، ابراهيم، ملڪ احمد چپ ۽ الغ بيگ گرفتار ٿيا. علاءُالدين جي حڪم سان انهن سيني کي انڌو ڪيو

ويو ۽ ارڪلي خان ۽ رڪن الدين ابراهيم کي هانسيءَ جي ڪوٽوال جي حوالي ڪيو ويو. جنهن ٻنهي شهزادن کي قتل ڪرائي ڇڏيو. خلجي گهراڻي جي پهرئين حاڪم جلال الدين فيروز جي ٽن پٽن: خان خانان، ارڪلي خان ۽ ابراهيم قدر خان مان صرف ننڍو پٽ ابراهيم قدر خان ٿوري عرصي لاءِ بادشاهه ٿيو هو ۽ خلجي گهراڻي، بلبن گهراڻي کان حڪومت کسي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي.

**خلجي، علاؤالدين:** 17 رمضان 695ھ/ 20 جولاءِ 1296ع تي علاؤالدين خلجي پنهنجي چاچي جلال الدين فيروز خلجيءَ کي بيدرديءَ سان قتل ڪرائي خود دهلي سلطنت جو تخت نشين ٿيو. تاريخي تذڪرن ۾ اچي ٿو ته جڏهن هاٿين تي ويٺل امير، علاؤ الدين جي تخت نشينيءَ جو اعلان ڪري رهيا هئا، تڏهن جلال الدين جي سسيءَ کي نيزي ۾ ٽنبي، اُپو ڪري، ڪڙه ۽ مانڪپور ۾ گشت ڪرايو پئي ويو. علاؤ الدين بادشاهه ٿيڻ کان پوءِ دهليءَ تي نظر رکي. سلطنت جي گاديءَ جو هنڌ اڃا جلال الدين جي پٽن جي قبضي ۾ هو. انهيءَ ڪري هن دهليءَ تي قبضي ڪرڻ لاءِ لشڪر تيار ڪري دهليءَ تي حملو ڪيو. جنهن ۾ ڪيس سوڀ ٿي. جلال الدين جي زال ۽ پٽ دهليءَ مان نڪري اچي ملتان رسيا، جتي اڳ ئي سندن ڀاءُ ارڪلي خان گورنر هو.



دهليءَ کي فتح ڪرڻ کان پوءِ علاؤ الدين ملتان کي فتح ڪرڻ جون تياريون شروع ڪيون ۽ هڪ وڏو لشڪر تيار ڪري ملتان تي اچي ڪڙڪيو. علاؤ الدين جي لشڪر ملتان کي گهيري ۾ آندو. ارڪلي خان لشڪر سميت وڃي قلعي بند ٿيو. ٻن مهينن تائين گهيرو هليو ۽ نيٺ ارڪلي خان جي ڪوٽوال غداري ڪري قلعي جا دروازا کولي ڇڏيا، جنهن کان پوءِ ارڪلي خان پنهنجي سڄي خاندان سميت گرفتار ٿيو. جڏهن اهي سڀ علاؤ الدين جي دربار ۾ پيش ٿيا، ته علاؤ الدين ارڪلي خان، ابراهيم، ملڪ احمد چپ ۽ جلال الدين جي نائي الغ بيگ کي وڏيءَ بيرحميءَ سان انڌي ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو. جلال الدين جي پٽن ارڪلي ۽ ابراهيم کي انڌو ڪرائي هانسيءَ جي ڪوٽوال جي حوالي ڪيو ويو. جنهن ٻنهي شهزادن کي قتل ڪرائي ڇڏيو. ملڪ جهان، ملڪ احمد چپ ۽ الغ بيگ کي نصرت خان دهليءَ ۾ پنهنجي محل ۾ قيد رکيو.

1297ع ۽ 1299ع جي وچ ڌاري منگولن هندستان تي ٻه حملا ڪيا، جن ۾ علاؤ الدين فاتح رهيو ان کان پوءِ آهستي آهستي هي ظالم ۽ سنگدل ٿيندو ويو. هن هڪدم گجرات تي حملو ڪيو ۽ اتي لکين انسانن جو قتل عام ڪيو. ان کان سواءِ گجرات شهر لُٽي ڦُري، تهس نهس ڪيو ويو. اتي تشدد پسند فوج جو جٿو مقرر ڪري علاؤ الدين دهليءَ واپس آيو. مال غنيمت ۾ راءِ ڪرن جي راڻي ڪملا ديوي، هزارين حسين ڇوڪريون، سوين مڻ سون ۽ ٻيون قيمتي شيون شامل هيون. ان کان سواءِ ٻه هر سپاهيءَ کي ڦرلٽ مان ايترو مال هٿ لڳو هو جو سندن ٻار سون سان رانديون ڪيڏڻ لڳا. علاؤ الدين ڪملا ديويءَ کي هڪدم حرمسراء ۾ داخل ڪيو ملڪ ڪافور کي علاؤ الدين پنهنجي فوج جو سپهه سالار مقرر ڪري ڇڏيو.

گجرات جي فتح کان پوءِ 1301ع ۾ علاؤ الدين رڻٿمبور جي قلعي کي فتح ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو. رڻٿمبور ۾ ان وقت چوهاڻ بادشاهه همير ديو جي حڪومت هئي، جيڪو پرٿوي راج جو جانشين هو. علاؤ الدين رڻٿمبور تي حملو ڪيو، پر ڪامياب نه ٿي سگهيو. آخرڪار پاڻ وڌيڪ لشڪر وٺي حملي لاءِ وڌيو. واٽ تي علاؤالدين تي علاؤالدين جي ڀائٽي ڪيس قتل ڪري تخت حاصل ڪرڻ چاهيو پر ڪامياب نه ٿيو ۽ گرفتار ٿي پيو. علاؤالدين ڪيس وڏيءَ بيدرديءَ سان اذيتون ڏئي قتل ڪرايو. ان بعد وڏي ڪوشش کان پوءِ رڻٿمبور قلعو فتح ڪيائين. ان فتح کان پوءِ 8 جمادي الثاني 702ھ/ 28 جنوري 1303ع تي علاؤالدين چتوڙ تي ڪاهه ڪئي. هن چتوڙ جي راجا رتن سنگهه جي زال (پدمات) جي حسن جي تعريف ٻڌي هئي، جنهن کي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪاهي ويو. روايت آهي ته هنديءَ جي اُستاد شاعر ملڪ محمد جائسيءَ سلطان علاو الدين جي آڏو چتوڙ جي راجا رتن سنگهه جي زال پدمڻي جي حسن جو بيان، پنهنجي مشهور نظم "پدماوت" ۾، راگهو پنڊت جي زباني ڪيو هو. جنهن ۾ شاعر "پدماوت" (پدمڻي راڻي) جي سورهن سهڻن عضون جي تعريف ڪئي آهي ۽ انهن کي سينگار سڏيو آهي. "سورهن سينگار" جو اصلاح پدماوت جي فطري حسن سان تعلق رکي ٿو. آخرڪار چتوڙ جي قلعي کي فتح ڪري راڻي رتن سنگهه کي گرفتار ڪرايو. راڻي پدمڻي ڪجهه لشڪر سان ڪري قلعي مان نڪري ڀڄي وئي. علاؤالدين کي جڏهن اها خبر پئي ته ڏاڍو پشيمان ٿيو. ڪرنل ٽاڊ لکي ٿو ته: "قلعي جي فتح کان ٿورو اڳ راجپوت عورتن هڪ وڏي ڪاهيءَ ۾ باهه ٻارائي پاڻ کي باهه جي حوالي ڪري ڇڏيو. انهن بهادر راجپوت عورتن جي سرواڻ راڻي پدمڻي هئي، جنهن سڀ کان پهرين پاڻ کي باهه جي حوالي ڪيو. راڻي پدمڻيءَ اهو چئي سر ڏنو ته بدڪردار، عياش ۽ وحشي علاؤ الدين ۽ سندس ساٿين جي هوس جو شڪار ٿيڻ کان آءٌ باهه ۾ سڙڻ کي ترجيح ڏينديس ۽ عزت سان مرڻ قبول ڪنديس، پر هن ظالم ۽ عياش علاؤ الدين جي حوالي پاڻ کي ڪڏهن به نه ڪنديس."

علاؤالدين 1303ع ۾ چتوڙ تي حملو ڪيو ۽ اٺن مهينن جي سخت جنگ کان پوءِ چتوڙ جي قلعي تي قبضو ڪري سگهيو.

علاؤالدين چتوڙ جي فتح کان پوءِ مالوه، سوانا، جالور کي به فتح ڪيو. ان کانپوءِ منگول جالنڌر شهر پهتا، جنهن کي علاؤ الدين جي وزير ظفر خان شڪست ڏئي ڀڄايو. ان هوندي به منگولن علاؤ الدين جي رياست تي ڇهه زبردست حملا ڪيا، پر اهي ڪامياب نه ٿي سگهيا. ڪيترا منگول علاؤالدين وٽ پيش پيا، پر علاؤالدين جيئن ته بدڪردار هو، ان ڪري ڪيس ڊپ ٿيو ته متان منگول ڪيس قتل ڪن. ان ڪري هن صرف دهليءَ ۾ چاليهه هزار منگول بيگناهه قتل ڪرائي ڇڏيا. انهن نون مسلمان ٿيندڙ منگولن جو هڪ ٻار به جيئرو نه ڇڏيو ويو. سندن عورتن کي غلام بڻائي ڪجهه پاڻ وٽ رکيائين ۽ باقي عورتن کي وڪڻي ڇڏيائين. ان کان پوءِ دکن، ديوگيري، اورنگل ۽ دوارسمدر کي پڻ فتح ڪيائين. منگولن جي بيگناهه قتل کانپوءِ هن جي حڪومت ڪمزور ٿي وئي. اوچتو 1313ع ۾ سخت بيمار ٿي پيو. جنهنڪري ملڪ جو سڄو نظام نائب حاڪم ملڪ ڪافور جي هٿ ۾ اچي ويو. ملڪ ڪافور ۽ علاؤ الدين جي زال ڪملا ديوي پاڻ ۾ نهي ويا ۽ ملڪ ڪافور سلطان جي نالي تي ملڪ جو

سڄو ڪاروبار هلائڻ لڳو. هن علاؤالدين جي پٽ خضر خان کي گواليار ۾ سندس گهرواريءَ ملڪ جهان ماهرو سميت قيد ڪري ڇڏيو.

7 شوال 715هه/ 6 جنوري 1316ع تي ملڪ ڪافور ۽ ڪملا ديويءَ گڏجي علاؤالدين کي زهر ڏئي قتل ڪري ڇڏيو. علاؤالدين جي موت کان پوءِ ملڪ ڪافور حاڪم ٿي ويو. ظاهري طور هن علاؤالدين جي ڇهن سالن جي ننڍي پٽ سلطان شهاب الدين عمر کي تخت نشين ڪيو ۽ ملڪ ڪملا ديويءَ سان شادي ڪئي. ملڪ ڪافور شاهي خاندان جي سيني فردن کي قيد ڪري ڇڏيو. جن مان گهڻن کي انڌو پڻ ڪرائي ڇڏيائين. ملڪ ڪافور ٿوري عرصي کان پوءِ پاڻ به قتل ٿي ويو ۽ مبارڪ خان تخت نشين ٿيو. قطب الدين مبارڪ پنهنجي ياءُ عمر کي انڌو ڪرائي ڇڏيو ۽ ٻن ڀائرن خضر خان ۽ شادي خان کي قتل ڪرائي، خضر خان جي زال ديول راڻي سان نڪاح ڪيائين. ٿورن ئي ڏينهن ۾ قطب الدين مبارڪ کي پنهنجي وزير ناصر الدين خسرو رات جو بادشاهي محل ۾ بيدرديءَ سان 1320ع ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو. اهڙيءَ طرح خلجي گهراڻي جو ٽيهه سال حڪومت ڪرڻ کان پوءِ خاتمو ٿي ويو. "سومرا راڄ گهراڻو" ۾ ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومرو ڄاڻائي ٿو ته، "دودو بادشاهه 671هه/1272ع ۾ گذاري ويو انهي سال ان جو پٽ طائي سومرو سنڌ جو بادشاهه بڻيو ۽ 682هه / 1283ع ۾ وفات ڪيائين. ان ڪانسواءِ چنيسر تخت تي ويٺو. جڏهن ته علاو الدين خلجي 695هه/1296ع کان 715هه/1316ع تائين حڪومت ڪئي. انهي ڪري دودي چنيسر وارو لوڪ داستان تاريخ نه پر ڪوڙا قصا آهن. علاو الدين خلجي سنڌ ڏانهن نه آيو هو. ائين ٿي سگهي ٿو ته ظفر خان (علاو الدين خلجي جي سپه سالار) چنيسر کي ڏيهي بغاوت ۾ مدد ڪئي هجي."

هن علاؤالدين خلجيءَ جي حوالي سان روايت آهي ته هن سنڌ تي حملو ڪيو هو. هن اهو حملو چنيسر سومري جي چوڻ تي ڪيو هو ۽ ساٿس دودي سومري بهادريءَ سان جنگ ڪئي ۽ ڪيس چنيسر جو آڇيل پيٽ ڀاڳهل ڀائيءَ جو سگ ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ وطن ۽ ننگن جي حفاظت ڪندي شهيد ٿي ويو. ڪن تاريخدانن اختلاف ڏيکاريو آهي ته ان وقت علاؤالدين خلجي نه پر ٻيو ڪو خلجي حڪمران حملي آور ٿيو هو.

**خلجي گهراڻو**: جڏهن بلبن جي آخري حڪمران معزالدين ڪيقباد تخت سنڀاليو، تڏهن هو سورهن سترهن سالن جو نوجوان ڇوڪرو هو. تخت ملڻ کان پوءِ جڏهن وزيرن ۽ اميرن جي چوڻ تي حرمسراءِ ۾ شباب ڪباب جون محفلون شروع ڪرايائين ته هي انهن محفلن ۾ ئي مست ٿي ويو. تخت نشيني جي ڇهين مهيني معزالدين عياش 'لال محل' کي ڇڏي جمنا جي ڪناري تي ٺهرايل محل ۾ منتقل ٿي ويو. معزالدين ڪيقباد کي عياشي ۽ شراب خوريءَ ۾ مصروف ڏسي نظام الدين اميرجي دل ۾ تخت جي لالچ پيدا ٿي. نظام الدين




ڪيقباد کي ڊيڄاري بلبن جي صحيح حقدار ڪيخسرو کي بيدردي سان قتل ڪرائي ڇڏيو. جنهن کان پوءِ جلد نظام الدين به مري ويو. ان کان پوءِ بلبن جي حڪومت مفلوج ٿي وئي. ان نازڪ موقعي تي معز الدين ڪيقباد بادشاهه سامانه جي گورنر ۽ شاهي دربار جي اهم رڪن جلال الدين فيروز خلجيءَ کي سلطنت جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ طلب ڪيو. راڄڌاني پهچڻ تي جلال الدين خلجيءَ کي شائسته خان جو خطاب عطا ڪيو ويو. پر حاسد اميرن جي سازشن سبب حالتون بدترين ٿي ويون. انهيءَ وچ ۾ معز الدين ڪيقباد تي فالج جو حملو ٿيو. جنهن کان پوءِ حڪومت ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي. هڪ طرف ترڪ امير هئا ته ٻئي طرف جلال الدين خلجي. حالتون خراب ٿيڻ کان پهرين منصفن معزالدين ڪيقباد جي ننڍي پٽ کي تخت تي ويهاري ڇڏيو. ان کان پوءِ ترڪ امير جلال الدين خلجيءَ خلاف سازشون ڪرڻ لڳا. اهو ڏسي جلال الدين خلجي دهلي ڇڏي ساٿين سميت اچي بهارپور پهتو. جتي هو هڪ مضبوط ۽ طاقتور لشڪر تيار ڪرڻ ۾ لڳي ويو. ترڪ اميرن ننڍڙي بادشاهه کي جلال الدين خلاف گهڻو ڀڙڪايو. جنهن کان پوءِ بادشاهه ان کي قتل ڪرڻ جو فرمان جاري ڪيو. ترڪ اميرن ۽ جلال الدين خلجيءَ جي وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ ترڪ اميرن کي شڪست آئي. جلال الدين جي پٽن دهليءَ پهچي ننڍڙي بادشاهه کي يرغمال بڻايو. جلال الدين خلجي مضبوط ٿيندو ويو ۽ لشڪر به هن جي طرف ٿي ويو. جلال الدين پنهنجي هڪ غلام ترڪيش کي مفلوج ڪيقباد کي قتل ڪرڻ لاءِ موڪليو. ترڪيش ڪيقباد کي قتل ڪري سندس لاش جمنا نديءَ ۾ اُڇلائي ڇڏيو. اهو واقعو 19 محرم 689هه/ پهرين فيبروري 1290ع ۾ رونما ٿيو.

شاهي تاج جلال الدين خلجيءَ جي هٿ آيو. پر هن هڪدم قبضو ڪرڻ مناسب نه سمجهيو ۽ هن معزالدين ڪيقباد جي ننڍي پٽ شمس الدين کي تخت تي ويهارايائين. اڳتي هلي جلال الدين خلجي جڏهن هڪ مضبوط لشڪر ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. تڏهن هن شمس الدين جو تخت اونڌو ڪري انقلاب برپا ڪيو. شمس الدين کي جيل ۾ وڌائين. جتي هو ڪجهه ئي ڏينهن اندر مري ويو. اهڙيءَ طرح بلبن جي حاڪميت جو خاتمو ٿيو ۽ خلجي گهراڻي جي بادشاهيءَ جو دور شروع ٿيو.

**خلجي، نعمت**: ناميارو مصور، ليکڪ ۽ استاد نعمت الله ولد محمد يوسف خلجي، 6 جولاءِ 1970ع تي پير جي ڳوٺ، ضلعي خيرپور ميرس ۾ ڄائو. ڪيس ننڍي هوندي کان مصوريءَ جي فن سان لڳاءُ رهيو آهي. هن انٽر ڪرڻ بعد 1993ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان فائن آرٽس ۾ بي. اي (پهرين پوزيشن) ۽ 1995ع ۾ ايم. اي (سلور ميڊل) ڪئي. هن وقت يونيورسٽيءَ مان 'سنڌي ڪيليگرافي آرٽ آن نيڪرو پولز آف سنڌ' جي موضوع تي پي. ايڇ. ڊي ڪري رهيو آهي. هيءُ 1995ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي فائين آرٽس شعبي ۾ ريسرچ ايسوسيئيٽ ۽ 1997ع ۾ ليڪچرر مقرر ٿيو.



ساڳئي شعبي ۾ اسسٽنٽ پروفيسر طور فائن آرٽ جي شاگردن کي مختلف مضمونن ۾ سکيا ڏيندو رهيو آهي. هن وقت انسٽيٽيوٽ آف آرٽ اينڊ ڊزائين جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو آهي.

نعمت خلجيءَ سنڌ ۽ ملڪي سطح تي ڪيترين نمائشن ۾ آرگنائيزر طور به ڪم ڪيو آهي ۽ سنڌ يونيورسٽي جي فائن آرٽس شعبي ڪيترين نمائشن جو اهتمام ڪيو آهي، هن 2001ع ڌاري سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ ۾ پهرين کان پنجين درجي جي ڪتابن جون نصابي تصويرون ۽ اسڪيچ به ٺاهيا. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ خاص طور ڪانووڪيشن، سيمينارن، ڪانفرنسن، ڪانگريسن وغيره لاءِ اسٽيج جي زيبائش جو ڪم به ڪندو آهي. مختلف سماجي تنظيمن سان ڪيترن سيمينارن ۽ ورڪشاپن ذريعي فن جي سکيا ڏئي چڪو آهي. راجا نند جي قلعي، موهن جي دڙي، حيدرآباد جي ورهاڱي کان اڳ واري حالت تي مصوري جو خوبصورت ڪم ڪيو اٿس.

نعمت خلجي لوڪ ورثہ اسلام آباد جي پراجيڪٽ تي سنڌ جي ثقافتي ويس ’ڪيسَ‘ تي هڪ تحقيقي مقالو لکيو، ان کان سواءِ سنڌ يونيورسٽي اليومناء ايسوسيئيشن، سنڌ ميوزم، مهراڻ آرٽس ڪائونسل، سنڌالاجي، آمريڪن ڪلچرل سينٽر، خيرپور ضلعي حڪومت، بيورو آف اسٽيگس- سنڌ يونيورسٽي ۽ مهراڻ سوشل ويلفيئر ايسوسيئيشن سان گڏ مختلف وقتن تي مصوري جي فن کي فروغ ڏيڻ لاءِ سرگرم رهيو آهي. کيس ڪيترا اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ ملي چڪا آهن، جن ۾: ’وزيراعظم، شيلڊ‘ (بهترين مقرر: 1995ع)، ’بهترين آرٽسٽ اوارڊ‘ (1995ع)، ’سلور ميڊل‘ (بي. اي، ايم. اي: 96-1995ع)، ’بهترين اسٽيج ڊزائينر‘ (2006ع)، سنڌ يونيورسٽي آرٽ ايگزيبيشن شيلڊ‘ وغيره شامل آهن.

نعمت خلجي سنڌ ٻالڪ سنگت جو بنيادي ميمبر؛ سنڌ يونيورسٽي ٽيچرس ايسوسيئيشن جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل؛ بيورو آف اسٽيگس، مهراڻ آرٽس ڪائونسل جي صلاحڪار بورڊ ۽ فائن آرٽس جي بورڊ آف اسٽڊيز جو ميمبر به آهي.

**خلفاءِ راشدين**: خلفاءِ راشدين ۾ اسلامي سلطنت جا پهريان چار خليفا، حضرت ابوبڪر صديق رضہ، حضرت عمر فاروق رضہ، حضرت عثمان بن عفان رضہ ۽ حضرت علي بن ابي طالب عليہ السلام شمار ڪيا وڃن ٿا. جن حضور صلي الله عليہ وسلم جن کان سڌي رشد ۽ هدايت حاصل ڪئي. رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي وفات کان پوءِ سندن جاءِ نشينيءَ طور هينيان خليفا مقرر ٿيا.

**(1) حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ**: نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي وصال کان پوءِ پهريون جاءِ نشين يا خليفو حضرت ابوبڪر صديق رضہ چونڊيو ويو ۽ اتان ئي خلافت جو دور شروع ٿيو خلافت بابت نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جو فرمان آهي تہ: خلافت، عليٰ منهاجُ النبوت (نبوت جي واٽ تي هلندڙ خلافت). حضرت ابوبڪر رضہ 11 هجري 632ع ۾ خلافت جي عهدي تي فائز ٿيو ۽ ٻہ سال ٽي مهينا ۽ يارهن ڏينهن اسلام جو خليفو رهيو. 63 سالن جي عمر ۾ جمادي الثاني 13هہ 634ع ۾ وفات ڪيائين ۽ کين نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جي روضي مبارڪ جي پرِ ۾ دفن ڪيو ويو.
(وڌيڪ ڏسو: ابوبڪر صديق رضي الله عنہ- جلد پهريون).

**(2) حضرت عمر فاروق رضي الله عنہ**: حضرت ابوبڪر صديق رضہ کان پوءِ حضرت عمر فاروق رضہ اسلام جو ٻيو نمبر خليفو چونڊيو ويو. سن 13هہ مطابق 634ع ۾ خلافت جي عهدي تي فائز ٿيو. سندس دور خلافت يارهن سالن تائين رهيو. سندس دور ۾ اسلام ۽ مسلمانن کي تمام گهڻو اقتصادي فائدو پهتو. فتحون نصيب ٿيون ۽ عدل انصاف عام ٿيو. حضرت عمر فاروق رضہ کي محرم 24هہ تي شهيد ڪيو ويو.
(وڌيڪ ڏسندا: عمر بن خطاب رضي الله عنہ)

**(3) حضرت عثمان غني رضي الله عنہ**: حضرت عمر بن خطاب رضہ جي شهادت کان پوءِ سن 24هہ ۾ حضرت عثمان بن عفان رضہ کي خليفو چونڊيو ويو. سندس دور خلافت جي ڏهن سالن ۾ مخالفتن ۽ سازشن باوجود اسلامي حڪومت جون حدون هندستان ۽ يورپ تائين پهتيون ۽ اسلام وڏي ترقي ڪئي. حلم ۽ حيا جي هن پيڪر 18 ذوالحج 35هہ بمطابق 2 مئي 656ع تي قرآن مجيد جي تلاوت ڪندي باغين هٿان شهادت ماڻي کين جنة البقيع ۾ دفن ڪيو ويو. (وڌيڪ ڏسندا: عثمان بن عفان رضي الله عنہ)

**(4) حضرت علي بن ابي طالب عليہ السلام**: حضرت عثمان رضہ جي شهادت کان پوءِ حضرت علي بن ابي طالب عليہ السلام ذوالحج 35هہ/656ع ۾ چوٿون خليفو چونڊيو ويو. سندس دور حڪومت ۾ کيس شديد مخالفت برداشت ڪرڻي پئي ۽ کيس آرام سان حڪومت ڪرڻ نہ ڏني وئي. ان هوندي بہ بهتر انتظام سان خلاف هلايائين. پاڻ وڏا عالم هئا، ان ڪري کين صوفين جو امام سڏيو ويندو آهي. رسول پاڪ کين ’علم جو دروازو‘ سڏيو آهي.

حضرت علي عليہ السلام جي شهادت کان پوءِ رمضان 40هہ ۾ سندس فرزند حضرت امام حسن عليہ السلام کي پنجون نمبر خليفو بنايو ويو. هن سڄي دور کي ’خلافت راشده‘ سڏيو وڃي ٿو. (وڌيڪ ڏسو: حضرت امام حسين عليہ السلام)

**خلفاءِ راشدين (ڪتاب)**: خلفاءِ راشدين جي سيرت تي مشتمل هيءُ ڪتاب مشهور اديب ۽ صحافي محمد عثمان ڏيپلائيءَ جو لکيل آهي. ان ڪتاب جو ٻيو ڇاپو آگسٽ 2008ع ۾ مهراڻ اڪيڊميءَ طرفان شايع ٿيو آهي. هن ڪتاب ۾ خلفاءِ راشدين (حضرت ابوبڪر رضہ، حضرت عمر رضہ، حضرت عثمان رضہ ۽ حضرت علي رضہ) جا ڪارناما مختصر، پر جامع انداز ۾ بيان ڪيا ويا آهن. جڏهن تہ آخر ۾ حضرت امام حسن عہ جي حياتيءَ جو احوال بہ بيان ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جي شروع ۾ خلفاءِ راشدين ۽ حضرت امام حسين عہ جي شان ۾ حافظ بسمل ٽڪڙائيءَ جي شاعري ڏنل آهي ۽ هر خليفي جي ڪارنامن بيان ڪرڻ کانپوءِ انهن جا قول پڻ ڏنا ويا آهن. ڪتاب جي رنگين ٽائٽل تي نبي ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جي ’مهر نبوت‘ جو عڪس ڏنل آهي. رنگين ۽ پڪي جلد واري 134 صفحن تي مشتمل، ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 80 روپيا ڇاٽايل آهي.



**خلف بن محمد ديبلي**: هڪ نامور عالم علي بن عيسيٰ ديبليءَ جو شاگرد هو. تعليم مڪمل ڪرڻ بعد بغداد ويو، جتي اسلام جي پرچار ڪندي ڪيترن ئي هنڌن تي علمي تقريرون ڪيائين. ڪيس تقرير ڪرڻ جي مهارت حاصل هئي، ان ڪري تمام گهڻي مقبوليت ماڻيائين. بغداد ۾ ديني تعليم به ڏنائين. اتان جا مشهور عالم حسين الجندي ۽ احمد بن عمير سندس شاگرد هئا.

**خلول آباد** (ديهه) : تعلقي جيڪب آباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آباد آهن:

محمد امين ڪوسو، صوبدار ڪوسو، گهنور ڪوسو، نوتڪاڻي، قبو ڪوسو، محرم مغيري ۽ نبي داد ڪوسو نالي ڳوٺ آباد آهن.

**خليفو احمد خان نظاماڻي**: خليفو احمد خان نظاماڻي تيرهين صدي هجريءَ جي نقشبندي طريقي جي وڏن بزرگن مان ٿي گذريو آهي. سنڌ جي عظيم محدث مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي پوٽي مخدوم محمد ابراهيم جو خليفو هو. خليفي احمد خان نظاماڻيءَ شاعري به ڪئي. 'تڪمله مقالات الشعرا' جي مصنف 'احمد' خليفي نظاماڻي کي 'ڪرامت جي کاڻ' ۽ 'ولايت جو مخزن' جهڙن لقبن سان سڏيو آهي.

**خليفو چتو**: خليفو چتو ولد خليفو محمد قابل پلي، ڳوٺ سِگهه تعلقي ڪپري ضلعي سانگهڙ ۾ 1275ھ/1858ع ڌاري پيدا ٿيو. ابتدائي تعليم مولوي لائق ڏني کان حاصل ڪيائين. فارسيءَ جي تعليم حاجي گل محمد رند کان ورتائين. خليفو چتو اعليٰ درجي جو خوشخط،ڪاتب هو. قلم تراشڻ ۾ ماهر هو. اهڙو ته باريڪ قلم تراشيندو هو، جنهن سان سورة ڪوثر ننهن تي مڪمل لکي سگهبي هئي ۽ چانور جي داڻي تي ڪلمو شريف اهڙيءَ صفائيءَ سان لکي ويندو هو، جو هر ڪو سالم نظر وارو پڙهي ويندو هو. خليفو چتو سنڌي، اردو، فارسي، عربي ۽ ڪجھ قدر پشتو به ڳالهائي ويندو هو. سهروردي طريقي ۾ بهاءُ الدين ذڪريا جي وڏن خليفن مان هو. سندس همعصرن ۾ حاجي ابراهيم دل، فقير پاهڙ دل ۽ حافظ محمد عالم شامل آهن. شعر جي اصلاح حاجي گل محمد رند کان ڪرائيندو هو. شاعريءَ ۾ تخلص 'الهيار' استعمال ڪندو هو.

خليفو چتو، 4 شعبان 1338ھ/24 اپريل 1920ع تي وفات ڪري ويو. سندس مقبرو تعلقي ڪپري ۾ آهي.

**خليفو حاجي عبدالله**: خليفي حاجي عبدالله نظاماڻيءَ 1753ع ڌاري جنم ورتو. سندس والد خليفو محمود، ميان سرفراز ڪلهوڙي جي حڪومت وقت هڪ مشهور خدا رسيده بزرگ ٿي گذريو آهي. هو پير پاڳاري جو خليفو هو. پهرين وڏو زميندار ۽ امير هو، پوءِ جڏهن مرشدن جي فيض جي نظر متس پئي ته اميري ڇڏي ڪامل فقير ٿيو ۽ ڪڇ، ڪاٺياواڙ، بمبئي ۽ ايرندي آفريڪا جا امير ماڻهو سندس مريد اچي ٿيا. سندس عاليشان درگاهه ڪڙيي گهنور ۾ آهي، جتي هر سال ربيع الاول مهيني ۾ وڏو ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ ڪڇ، ڪاٺياواڙ، بمبئي ۽ زنجبار جا مريد شامل ٿيندا آهن. سندس والد خليفي محمود جو ڪتاب 'ملفوظات' مشهور آهي. خليفي ميان حاجي عبدالله 'مجنون و ليليٰ' ڪتاب 1208ھ/ 1793ع ڌاري تصنيف ڪيو. هن ٽالپرن جي پهرين چوياريءَ جي حڪومت به ڏٺي.

**خليفو حاجي لطف الله سانوٽي هالائي**: هيءُ هڪ نيڪ سيرت بزرگ، عالم، مدرس ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. هن جو والد نصرالله سانوٽي به خود صاحب علم شخص هو. سندس سمورو خاندان پير پاڳاري جو مريد هو، جنهنڪري متن خليفي جو لقب پيل هو. هن جي شادي سنڌ جي مشهور صاحب ديوان شاعر خليفي گل محمد گل هالائيءَ جي ڌيءَ سان ٿي. بهترين شاعر هو. فارسيءَ ڪلام سميت سنڌيءَ ۾ ڪيتريون مداحون، مناجاتون، مولود ۽ ڪافيون چيائين. پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ هالا پراڻي جي بازار ۾ قائم مسجد ۾ پڙهائڻ لڳو. هن بزرگ، تيرهين صدي هجريءَ ۾ وفات ڪئي.

**خليفو خدابخش سولنگي**: خليفي حڪيم خدا بخش ولد محمد عثمان سولنگيءَ، ڳوٺ مريد ماڇي، تعلقي ميرو خان ضلعي قنبر-شهدادڪوٽ ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ کان ئي ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ مفتي الحاج خدا بخش ڪارڙي وٽ ويهاريو ويو، جتان عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم مڪمل ڪيائين. ان سان گڏوگڏ طب جو علم به حاصل ڪندو رهيو. حڪمت ۾ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پنجاب ۽ پارت (گجرات) به ويو. اهڙيءَ طرح حڪمت جي سند حاصل ڪرڻ بعد ڳوٺ ميرڻ ماڇيءَ ۾ اچي شفا خانو کوليائين. هو وقت جو بهترين حڪيم هو. طب جي خوالي سان سندس خدمتون اڻ وسرندڙ آهن. هن حضرت پير مٺا سائينءَ جي هٿ تي بيعت ڪئي. سندس محنت ۽ جفاڪشي ڏسي مرشد ڪيس خلافت جي اجازت ڏئي علائقي ۾ تبليغ جو حڪم ڏنو. حڪيم خدا بخش پنهنجي علائقي ۾ سڄي جمار حڪمت ۽ تبليغ ۾ گذاري. حڪيم خدا بخش درگاهه رحمتپور لاڙڪاڻي ۾ علاج معالجو ڪندو هو. پير مٺا سائين ۽ سندس حويليءَ جو خاص حڪيم هو، هن جي هٿ ۾ شفا هئي، جنهنڪري سندس شفاخاني تي ماڻهن جا ميڙا متل هوندا هئا. حڪيم خدا بخش سٺو شاعر به هو. پير مٺا سائينءَ جي شان ۾ ڪيترا شعر لکيل اٿس. حڪيم خدا بخش کي ٽن پٽن ۽ ٻن نياڻين جو اولاد ٿيو. جن مان هڪ پٽ حڪيم حاجي عبدالله غفاري سندس شفا خانو هلائي، غريب ماڻهن جو علاج ڪندو آهي. حڪيم خدا بخش حج به ادا ڪيو هو. هن بزرگ 1995ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار ڳوٺ ميرڻ ماڇيءَ ۾ سندس حويليءَ جي پاسي ۾ آهي، جتي هر سال محرم مهيني ۾ عرس به ملهايو ويندو آهي.

**خليفو سيد محمد باقر شاهه**: خليفو صوفي سيد محمد باقر شاهه عرف باوا ڏونگر پوري جوڌپور رياست جو سنڌيءَ جو هڪ اهم شاعر ٿي گذريو آهي. هي شاهه عنايت شهيد جو خليفو هو. سندس ڀڄن اڄ به هندستان ريڊيو جي مختلف اسٽيشنن خاص طرح احمد آباد ۽ بڙودا تان نشر ٿيندا رهن ٿا. خليفي صوفي سيد محمد باقر شاهه جي مزار موجوده رياست راجستان جي ٻاڙمير شهر ويجهو چوٽڻ ۾ آهي، جتي سندس ساليانو ميلو لڳندو آهي ۽ هزارين عقيدتمند ڪيس خراج تحسين پيش ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيندا آهن ۽ درگاهه تي نذراني طور سون ۽ چاندي به ڏئي وڃن ٿا.

**خليفو عبدالحميد چانڊيو، حڪيم**: ناليوارو محقق، اديب ۽ 'حڪيم' خليفو عبدالحميد ولد حڪيم خليفو عبدالمجيد چانڊيو، 02 ڊسمبر 1938ع تي ڳوٺ ستاڻي چانڊيي ضلعي دادوءَ ۾ جنم ورتو. سندس والد خليفي عبدالمجيد سميت سندس وڏا، نواب گهراڻي جا شاهي حڪيم ٿي رهيا آهن. 19 صديءَ جي سردار نواب ولي محمد خان چانڊيي 'جنگي' کان ويندي نواب غيبي خان تائين ڪين هن گهراڻي جي نزديڪي محبت حاصل رهي آهي. خليفي عبدالحميد کي حڪمت پنهنجي والد کان ورثي طور مليل آهي. هن حڪمت جي تعليم پنهنجي والد محترم کان ورتي. تاريخ سهيڙڻ

۾ سندس خاص دلچسپي رهي آهي.



سندس پهريون ڪتاب ’سنڌ جو اُتر ڪاڇو‘ 2000ع ۾ شفا خانہ حڪيم عبدالحميد خان ماڏي تعلقي ميهڙ طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو آهي. جنهن ۾ هن چانڊڪي پرڳڻي جي تاريخ، قديم آثارن، ماڳن مڪانن ۽ شخصيتن کي سهيڙيو آهي. جڏهن تہ هن جو ٻيو ڪتاب ’نواب غيبي خان چانڊيو‘ جي سوانح بابت جامع تحقيق تي ٻڌل آهي. هي ڪتاب 2006ع ۾ روشني پبليڪيشن ڪنڊياري طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب کي ليکڪ تيرهن بابن ۾ ورهايو آهي. عبدالحميد چانڊيي جا هي ڪتاب نهايت ئي ڪارائتا ۽ تحقيقي حوالي سان هڪ تاريخي دستاويز آهن. عبدالحميد چانڊيي جا ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، غلام رباني آگري ۽ ٻين علمي شخصيتن سان گهرا تعلق پئي رهيا آهن. هن کي ماڏي شهر ۾ حڪمت جو دوا خانو آهي، جيڪو سڄي سنڌ ۾ مشهور آهي.

**خليفو غلام الله:** سنڌي ۽ فارسيءَ جو شاعر خليفو غلام الله ڪلهوڙو ڳوٺ چوڌري، تعلقي واره ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ جو رهاڪو هو. شمس العلماءُ مرزا قليچ بيگ جو همعصر هو. سنڌي ادب ۾ سندس ٻہ ابتدائي ڪتاب نظم ۾ ’نقش سليماني‘ ۽ ’يوسف زليخا‘، ويڙهي مل ڪنڻ مل، تاجر ڪتب لاڙڪاڻي جي، ليٿو پريس مان شايع ڪرايا هئا، جيڪي اڄ بہ ڪتبخانن ۾ موجود آهن. ان کان سواءِ خليفي غلام الله ڪيترا ڪتاب شعر ۾ بہ تصنيف ڪيا. خليفي غلام الله 110 ورهين جي ڄمار ۾ 1956ع ۾ وفات ڪئي.

**خليفو غلام قادر:** خليفي غلام قادر ولد خليفي عبدالرسول 12 ڊسمبر 1929ع تي جاتي شهر ۾ جنم ورتو ابتدائي تعليم جاتي شهر ۾، ميٽرڪ نوديالا هاءِ اسڪول حيدرآباد مان، انٽر آرٽس ڊي جي نيشنل ڪاليج حيدرآباد مان ۽ بي. اي سنڌ مدرسي ڪراچيءَ مان پاس ڪيائين، بعد ۾ ايل. ايل. بي سنڌ يونيورسٽيءَ مان پاس ڪيائين. تعليم مڪمل ڪري سياست ۾ داخل ٿيو. 1945ع ۾ ضلعي لوڪل بورڊ ڪراچي ۽ پوءِ ضلعي لوڪل بورڊ ٺٽي جو ميمبر بڻيو. 1962ع ۾ يونين ڪائونسل جاتيءَ جو چيئرمين منتخب ٿيو. ساڳئي وقت ڊويزنل ڪائونسل حيدرآباد جو ميمبر رهيو. 1945ع ۾ ريجنل ٽرانسپورٽ اٿارٽيءَ جو ميمبر مقرر ٿيو هڪ عرصي لاءِ سنڌ يونيورسٽيءَ جو ميمبر رهيو. 1962ع کان 1970ع تائين جرڳن تي ميمبر ٿي رهيو. 1972ع ۾ کيس اعزازي جسٽس آف پيس مقرر ڪيو ويو هن کي سماجي خدمتن جي عيوض انعام ۽ اوارڊ بہ مليا. ڪجھ وقت وڪالت جي پريڪٽس بہ ڪيائين.

**خليفو غلام نبي لغاري:** ناميارو صوفي شاعر خليفي غلام نبي لغاري 1255ھ/1839ع ڌاري احسان علي فقير جي گهر ۾ جنم ورتو. مشهور شاعر خليفو نبي بخش ’قاسم‘ لغاري سندس ڏاڏو هو هيءُ ايجا ستن اٺن سالن جو هو تہ سندس والد وفات ڪري ويو. جنهن کان پوءِ سندس تعليم ۽ تربيت خليفي نبي بخش جي هٿ هيٺ ٿي. ابتدائي تعليم لاءِ کيس رپ (تعلقي بدين) جي مشهور مدرسي ۾ ويهاريو ويو، جتي مولوي لطف عليءَ وٽ سندس ثانوي درجي جي مڪتبي تعليم شروع ٿي. ننڍپڻ جي دور ۾ غلام نبيءَ گهڻو وقت درگاه تي پنهنجي مرشد مسند ڌڻي پير پاڳاري سيد حزب الله شاهہ جي خدمت ۾ گذاريو. پير صاحب کان ٿي سال وڏو هو. ٻنهي فارسي ۽ عربي تعليم ورتي هئي ۽ ٻنهي جي وچ ۾ گهڻي ويجهڙائپ هئي. پير صاحب جي مٿس مهر واري نظر رهي ۽ غلام نبيءَ جو سائنس سچي مريد وارو ناتو هو. خليفي نبي بخش 1280ھ/ 1863ع ۾ وفات ڪئي، ان وقت غلام نبيءَ جي عمر 25 سال هئي. پرهي جيئن تہ انقلابي فڪر رکندڙ هو ان ڪري فيصلو ڪيائين تہ جيڪي پاڳاري درگاه جا مخالف آهن، تن جو ڀرپور مقابلو ڪبو. پير حزب الله شاهہ صغيريءَ ۾ گادي نشين ٿيو هو. گاديءَ جي مالڪي تان اڳ تڪرار هلندڙ هو سندس والد پاڳاري علي گوهر شاهہ ’اصغر‘ وڏي دانائيءَ سان گادي سنڀالي هئي. سندس وفات بعد جڏهن صغير صاحبزادو حزب الله شاهہ گاديءَ ڌڻي ٿيو تہ مخالفت ويترو وڌي وئي. خيرپور رياست جي ميرن جي، مبارڪ نالي شڪاري ڪمدار ڏاڍائي ڪئي تہ درگاه جي فقيرن کيس ماري وڌو. جنهن تي پير صاحب خلاف مقدمو هليو ۽ فقيرن کي گرفتار ڪري ڪوٽڏيجي قلعي جي قيدخاني ۾ بند ڪيو ويو انهن حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ خليفي غلام نبيءَ جماعت ۾ ’فرق‘ جو بنياد وڌو ۽ اهو اصول رکيو تہ گادي نشين پاڳاري ۽ سندس ٻين عزيزن ۾ فرق ڪيو وڃي. خليفي غلام نبي ’فرق‘ جو اصول ايئن سمجهايو تہ اسان جو سلام رڳو گادي ڌڻيءَ کي آهي، هن گهٽو اڳ چٽي چڙيو هو تہ:

’هڪ دل آهي، دلدار نيتي، پنج ست نهين کي پير ميڏي‘

خليفي احمد ’رازدار‘ جي بيان مطابق چاليهہ هزار فقير ’فرق‘ طريقي ۾ شامل ٿيا، حمايت ۾ جيڪي وڏا فقير هئا، تن ۾: سيد سليمان شاهہ، وريام فقير خاصخيلي ۽ عبدالله فقير مست مهر فرق طريقي ۾ اڳواڻ ٿيا. پير صاحب حزب الله شاهہ کي فقير پيارا هئا، پر کيس اها ڳالهہ نہ ٿي وڻي تہ ڪنهن فيصلي کان اڳ مخالفن سان وڙهجي، ان ڪري پاڻ حڪم ڪيائين تہ ’فرق‘ ڇڏيو. پر خليفي غلام نبيءَ عرض ڪيو تہ اوهان لاءِ سر قربان آهن. مرشد ناراضگي ڏيکاري، پر فقير غلام نبيءَ کاوڙ کي دُعا سمجهي، هڪ مدح چئي.

خليفي غلام نبيءَ جڏهن مخالفن خلاف ڪارروايون شروع ڪيون تہ انگريزن جي حڪومت هن خلاف گرفتاريءَ جا وارنٽ ڪڍيا، جنهن تي خليفي غلام نبيءَ جي اڳواڻيءَ ۾ چوڏنهن فقير گيڙو ويس پائي روپوش ٿي ويا. رات جو پير سائينءَ جي ديدار لاءِ درگاه تي ايندا هئا ۽ جماعتي راڳ ڪندا هئا. عبدالله فقير ڪاتيار، اصغر سائينءَ ۽ خليفي غلام نبيءَ جي ڪافين سان جماعتي راڳ جو بنياد پيو. هنن فقيرن جي پويان خيرپور رياست ۽ انگريزن جاسوس ڇڏيا، انهيءَ ڪري ڪاٺياواڙ طرف نڪري ويا. جتان پوءِ فقير غلام نبي ۽ بهادر فقير عربستان هليا ويا. ڪاٺياواڙ جو عالم سيد عبدالقادر سندس خليفو ٿيو. جيڪو پوءِ سنڌ ۾ درگاه تي اچي پاڳاري سائين مسند ڌڻيءَ جو مريد ٿيو. ٻاڙمير ۾ سندس ٺهرايل مسجد اڃا تائين موجود آهي ۽ سيد عبدالقادر جي مزار تي روضو آهي.

خليفو غلام نبي اٺ سال عربستان ۾ رهي سنڌ موٽي آيو. خليفي کي ٽي فرزند ٿيا: خليفو احسان علي، خليفو مراد علي ۽ احمد، جيڪو نوجوانيءَ ۾ ئي وفات ڪري ويو خليفي غلام نبيءَ ڪافي ڪلام چيو آهي. نامور محقق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سندس ڪلام کي ترتيب ڏئي ’خليفي غلام نبيءَ جو ڪلام‘ نالي سان ڪتاب منظر عام تي آندو. سندس وفات 1873ع ڌاري سندس ڳوٺ ۾ ٿي. ڪانئس پوءِ سندس ساٿ جي واڳ وريام فقير کي ملي ۽ اُهي فقير ’ورياماڻي فقير‘ سڏيا ويا ۽ ٻي جماعت ’سالم‘ سڏجڻ لڳي.

**خليفو قاسم هالائي:** (ڏسو: آخوند محمد قاسم هالائي، جلد پهريون).

**خليفو گل محمد هالائي:** (ڏسو: آخوند گل محمد هالائي، خليفو. جلد پهريون).

**خليفو لائق ڏنو (ڀٽائيءَ جو راڳي):** خليفو لائق ڏنو، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو عقيدتمند، خليفو ۽ راڳ جو سرواڻ هو. هن ڪيهر فقير جي وفات کانپوءِ ڏهن سالن تائين شاهه جي راڳ جي اڳواڻي ڪئي. هن سان گڏ ابراهيم فقير، پير علي بخش شاهه، تاجو وساڻ، يوسف ٻگهيو، عيسيٰ فقير ٻگهيو ۽ يوسف فقير ٻگهيو درگاهه لطيفيءَ تي شاهه جو راڳ ڳائيندا هئا. فقير ميين شاهه ڪريم جي درگاهه تي شاهه جو ڪلام ڳائيندو هو ۽ دردمند آواز سان ڀٽائيءَ جو پيغام عام ڪيائين. پاڻ 9 جون 1929ع تي وفات ڪيائين.

**خليفو محمد خان جمالي:** خليفو محمد خان، ولد غلام محمد خان عالِم، درويش ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. هن 5 جمادي الاول 1274هه مطابق 22 ڊسمبر 1854ع ۾ ڳوٺ ميوي خان جمالي، تعلقي سڪرنڊ، ضلعي (نوابشاهه) بينظير آباد ۾ جنم ورتو. کيس ننڍي هوندي کان پڙهڻ جو شوق هوندو هو. پر جيئن ته ان وقت ڳوٺن ۾ مدرسا پري پري هوندا هئا ۽ تعليم حاصل ڪرڻ ڏکي هوندي هئي. تنهنڪري سنڌس مائٽن کيس مال چارڻ تي چاڙهيو. هڪ ڀيري پير رشيدالدين شاهه جهنڊي وارو ڳوٺ ۾ آيو. خليفو محمد خان به ٻين چوڪرن سان گڏجي پير جي زيارت تي ويو. ان تي سندس والد کيس مال جهنگ ۾ چاڙهي اچڻ تي ڪاوڙ ڪئي، پر پير صاحب خليفي صاحب جي نماڻائي ۽ نهنائي ڏسي سندس والد کي روڪيو ۽ کيس پڙهائڻ لاءِ تاڪيد ڪيائين. ان کان ترت پوءِ خليفي صاحب کي ڏهن ورهين جي عمر ۾ هالا تعلقي جي ڳوٺ جان محمد جماليءَ ۾ قاضي جان محمد جي مدرسي ۾ پارسي ۽ عربي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ويهاريو ويو، اتي ڪجهه عرصو پڙهڻ کان پوءِ مدرسي 'ملاڪاتيار' جي بزرگ ميان ولي محمد وٽ علم حاصل ڪرڻ ويو، جتان گهڻو ئي پرايائين.

ٽيهن ورهين جي ڄمار ۾، پير رشيدالدين جي ذڪر جي واڪاڻ ٻڌي، سنڌس زيارت لاءِ ڳوٺ پير جهنڊي ويو، جتي پير رشيدالدين جو وڃي مريد ٿيو. جنهن کيس خليفي جو لقب ڏنو. ان بعد خليفي محمد خان جماليءَ، ڳوٺ علي بخش خان پناڻ ۾ تدريس جو ڪم بنا اجوري شروع ڪيو. اتي ڪجهه مدت تائين تعليم ڏيڻ کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ميوي خان جماليءَ ۾ اچي مدرسو کوليائين جتي ڪيترا طالب علم پري پري کان وٽس علم حاصل ڪرڻ ايندا هئا. وٽس هميشه سٺ ستر شاگرد رهندا هئا. سخي مرد هو زمين ٽڪر آباد ڪرائي، ان جي پيدائش غريبن ۽ مدرسي جي حوالي ڪندو هو. خليفو صاحب بااخلاق ۽ شريعت جو پابند هو سڄي زندگيءَ ۾ ڪنهن به ماڻهوءَ سان شخصي ڪمن لاءِ دوستي يا دشمني نه رکيائين.

شروعات ۾ خليفو صاحب 'نقشبندي' طريقي سان لاڳاپيل هو ۽ اهو طريقو درگاهه ملاڪاتيار جي بزرگ جي هدايت تي اختيار ڪيو هئائين، بعد ۾ رشيدالدين جهنڊي واري جي قادري طريقي ۾ بيعت ڪيائين ۽ پڇاڙيءَ تائين ان تي قائم رهيو. منجهس انسانيت، سخاوت ۽ عبادت جا سيئي گڻ موجود هئا. خليفي صاحب جا هٿ لکيل ڪتاب ڪيترا هئا، جن مان پير سائين جهنڊي واري جي خطابت، مدحيات نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم، خطبات ۽ مولود شريف، سيپاري عم جو ترجمو تفسير، توحيدنامو ۽ ٻيا آهن جيڪي پير جهنڊي جي ڪتبخاني ۾ موجود آهن. خليفي صاحب پيادل ٻه حج به ڪيا هئا.

**خليفو محمد سجاول خان:** ناليوارو حڪيم خليفو محمد سجاول خان ولد حڪيم خليفو محمد باقر چانڊيو 1833ع ڌاري ڳوٺ ستاڻي چانڊيي ۾ ڄائو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي. فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم روهڙيءَ جي مشهور عالم مولانا محمد صالح مهيسر کان ۽ طب جو علم پنهنجي والد کان سکيو. والد جي وفات کانپوءِ سردار غيبي خان چانڊيي جو شاهي حڪيم مقرر ٿيو 1876ع ۾ غيبي خان جي وفات بعد سردار غيبي محمد خان اول وٽ رهيو 1893ع ۾ غيبي خان اول مارجي ويو ته سردار غيبي خان ثانيءَ جو صلاحڪار ۽ شاهي حڪيم مقرر ٿيو.

هن پنهنجي گهر ۾ هڪ ننڍي طبي درسگاهه کولي، جتي ڪيترن شاگردن کي علمِ طب جو درس ڏيندو هو. سندس درسگاهه مان جيڪي قابل شاگرد علم طب جي تحصيل ڪري نڪتا، تن ۾ حڪيم خليفو جان محمد حجم، حڪيم حاجي عبداللطيف چانڊيو (ساڪاٽي)، حڪيم محمد لائق سيال، حڪيم خليفو شفيع محمد عباسي، حڪيم وڏيرو غلام محمد خان ٻرڙو، حڪيم محمد صالح چانڊيو، حڪيم عبدالمجيد ۽ حڪيم خليفو عبدالمجيد قابلِ ذڪر آهن.

خليفي صاحب کي علمِ طب جي مشهور ڪتاب 'طب اڪبر' جا ٻئي جلد برزبان ياد هئا. علم طب بابت پنهنجي والد جو اڌ ۾ رهيل ڪتاب 'جواهر الحڪمت' لکي پورو ڪيائين. ان کان سواءِ هن هيٺيان ڪتاب تصنيف ڪيا: (1) 'مولودن ۽ مناجاتن جو بياض' (2) 'ڪنز التشخيص' (فارسي). خليفي محمد سجاول، 3 رمضان 1337هه مطابق 2 جون 1919ع تي وفات ڪئي.

**خليفو محمد صالح بائجوي:** خليفو محمد صالح ڏاريجو، خدا بخش خان ڏاريجي جي گهر 1850ع ڌاري بائجي، تعلقي پني عاقل ۾ ڄائو. خليفي محمد صالح جو ڏاڏو بايزيد، پني عاقل کان ڏکڻ طرف مشهور ماڳ پير احمد سلطان جي پِرِ ۾ واقع ڳوٺ پراڻي بائجيءَ جو رهاڪو هو. جيڪو پوءِ لڏي اچي سلطانپور ۾ ويٺو. جتي سنڌس تربت 'پير مشائخ' جي نالي سان مشهور آهي ۽ اتي ساليانو ميلو لڳندو آهي.

خليفو محمد صالح پيءُ جو ٻيو نمبر پٽ هو. هن فارسي، عربي ۽ سنڌي تعليم مولوي جمال الدين پٽيءَ کان پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪئي. بعد ۾ اباڻي ڪرت زميندار ي ۾ مصروف ٿي ويو. جوانيءَ ۾ 'ملهه' راند جو به شوقين هو. محمد صالح ڏاريجي 1310هه/ 1892ع ڌاري مولانا تاج محمود امروٽيءَ کان بيعت ۽ فيض حاصل ڪيو. مولانا تاج محمود امروٽيءَ سان لاڳاپي سبب کيس خانداني مخالفت کي منهن ڏيڻو ۽ مال ملڪيت کان هٿ ڌوئڻو پيو. بائجي شريف ۾ درگاهه قائم ڪري ذڪر فڪر جاري ڪيائين. خليفي محمد صالح جي خليفن ۾ مخدوم غلام رسول، مولانا محمد حيات ناڙيءَ وارو، ميان صابل شاهه ۽ فقير ولي محمد شيخ مشهور آهن. مولانا تاج محمود امروٽي هن علائقي جي ماڻهن کي چوندو هو ته: "هتي جيڪا باهه ٻريل آهي، ان مان خليفي محمد صالح چڻنگ ڪٽي وڃي بائجي شريف ۾ ٻاري آهي، ان ڪري اوهان اتي ويندا ڪريو ۽ هيڏانهن اچڻ جي تڪليف نه ڪندا ڪريو."

خليفي صاحب 92 سالن جي عمر ۾ 16 اپريل 1942ع تي وفات ڪئي.

**خليفو ميو فقير**: بزرگ ۽ درويش خليفو ميو فقير شيدي، 1838ع ڌاري هالن ۾ پيدا ٿيو. پهرين درگاهه مخدوم نوح سرور جي سجاده نشين مخدوم امين محمد ثالثؒ 'پکن ڌڻيءَ' جي خدمت ۾ رهيو. خاص ۽ عام جي ملاقات ۽ حاضري ڪرائڻ جي ذميواري مٿس هئي. 'پکن ڌڻيءَ' کان پوءِ مخدوم محمد زمان سرڪارؒ ۽ مخدوم ظهيرالدينؒ جي خدمت ۾ رهيو. سمورن سجاده نشينن جو مٿس راز ۽ اعتماد هو. خليفو ميو سندن خاص خدمتگار هو. پکن ڌڻي مخدوم امين محمد جي خدمت ۽ صحبت جو مٿس ايڏو اثر ٿيو جو فقيري اختياري ڪيائين. وٽس پري پري جا ماڻهو روحاني فيض وٺڻ لاءِ ايندا هئا ۽ اڄ به هزارين عقيدتمند سندس مزار تي زيارت لاءِ ايندا آهن.

هن درويش ۽ فقير، 97 ورهين جي ڄمار ۾ 1354هه/ 1935ع ڌاري وفات ڪئي.

**خليفو نبي بخش لغاري**: شاهه، سچل ۽ ساميءَ کان پوءِ ڪلاسيڪي، عوامي شاعر خليفو نبي بخش 'قاسم' بلوچن جي لغاري قبيلي جي 'سيرڪاڻي' شاخ مان بلاچي پاڙي جو نامور فرد ٿي گذريو آهي. سيرڪاڻي لغاري ڪلهوڙن جي حڪومت جي آخري ۽ ٽالپرن جي اوائلي دؤر واري عرصي ۾ ديري غازي خان جي 'لغاري تمن' کان سنڌ ۾ آيا. خليفي صاحب جا وڏا اڄوڪي تعلقي بدين ۾ آباد ٿيا. خليفي نبي بخش جو جنم ڳوٺ 'مٽيءَ' ۾ 1776ع ڌاري ٿيو. جڏهن ٽالپرن، ڪلهوڙن کان سنڌ فتح ڪئي، ته ان وقت سندس عمر ست سال هئي. هن جي پرورش اباڻي ڳوٺ مٽيءَ ۾ ٿي ۽ والد کيس فارسيءَ جي تعليم ڏياري. نصابي تعليم مختصر هئڻ جي باوجود فطري طور ڏاڍو ذهين هو. انهيءَ ڪري درسي تعليم کان پوءِ هن ذاتي طرح پنهنجي مطالعي کي وسيع ڪيو ۽ فارسيءَ زبان ۽ ادب مان ڪافي پرايائين. هن جي ذهانت ۽ حوصلي کي ڏسي مير ٺاري خان ٽالپر کيس پنهنجو خاص معتقد منتخب ڪيو. 1800ع ڌاري 24 سالن جي عمر ۾ مجازي عشق ۾ ايترو ته محو ٿي ويو، جو مير ٺاري خان جي ڪچهريءَ ۽ سلام کي وساري ڇڏيائين. مير ٺاري خان کي شڪ ٿيو ته شايد هن سردار خود سري اختيار ڪئي آهي.

1802ع ڌاري مير ٺاري خان جو مير غلام علي خان ٽالپر سان ڪنهن مسئلي تي ٽڪراءُ ٿيو. جنهن جنگ جي صورت اختيار ڪري ورتي، جنهن ۾ مير ٺارو خان زخمي ٿي پيو. حيدرآباد جي ميرن طرفان لغاري به جنگ ۾ شريڪ هئا، جنهنڪري مير ٺاري خان ۽ لغارين جي وچ ۾ ويڇا وڌي ويا. نبي بخش خان، مير ٺاري خان جي حد جو سرڪردو لغاري سردار هو هن جي آڏو هڪ طرف قبيلي جي عزت جو سوال هو ته ٻئي طرف مير ٺاري خان جي خدمت جو خيال هو. انهيءَ ڪري بهتر ايئن سمجهيائين ته بدگمانين جي ماحول کان نڪري ٻاهر ٿجي. مير باگي خان جڏهن محبت کي حڪومت تي ترجيح ڏني ۽ ملڪ جو حصو ڇڏي 'سنڌ راڻيءَ' سان شادي ڪئي هئي، ان کي نبي بخش خان لغاريءَ جي عشق ۽ محبت جو داستان معلوم هو ۽ سائس کيس همدردي هئي. سندس دعوت تي نبي بخش خان پنهنجي اباڻي ڳوٺ مٽيءَ مان لڏي اچي مير باگي خان جاگير 'بدام' ۾ ترسيو، جنهن عورت جي عشق ۾ هن اميريءَ کي ترڪ ڪري کيس رفيق حيات بڻايو، ان جو نالو 'صابل' هو. جيڪا صورت توڙي سيرت ۾ بيمثال هئي. ان وقت سنڌ جي عالم ۽ قادري طريقي جي علمبردار پير محمد راشد 'روضي ڌڻيءَ' جي شهرت عام هئي ۽ هزارين ماڻهو سندس حلقي ۾ داخل ٿي رهيا هئا. ڪيترا خلافت جو خرقو ڏڪي صاحب فيض بڻجي چڪا هئا. 1815ع ڌاري نبي بخش جي عمر چاليهه سال هئي. ان عمر ۾ هو پنهنجي ماسات 'قاسم' سان گڏجي پير محمد راشد روضي ڌڻيءَ جي درٻار ۾ حاضر ٿيو. محمد 'قاسم' خليفي صاحب جو رازدار دوست هو. ان ڪري شاعريءَ ۾ 'قاسم' تخلص ڪم آندو اٿس. جڏهن ٻيئي ڄڻا پير محمد راشد 'روضي ڌڻيءَ' وٽ پهتا ته نبي بخش لغاريءَ عرض ڪيو ته "قبلا! آءٌ ڌڻيءَ جو ناناءُ پڇڻ ۽ مريد ٿيڻ آيو آهيان."

پير صاحب، نبي بخش کي پنهنجي ارادت جي حلقي ۾ داخل ڪندي کيس خليفو بڻايو ۽ چيو ته: 'نبي بخش! تنهنجي رسائي اتي ٿيندي، جتي ٻيا اڃا نه پهتا آهن.' ان بعد نبي بخش خان کي خلافت جي پڳ ٻڌائي ۽ سندس حق ۾ دعا گهريائين. انهي قرب ۽ دعا خليفي نبي بخش کي گرويدو بڻائي ڇڏيو مريديءَ ۽ خلافت جي فيض کان پوءِ ٽي سال رياضت جو سلسلو جاري رکيائين. پير حضرت صبغت الله شاهه اول جي ٽيرهن سالن واري دؤر (1233ع کان 1246هه) ۾ خليفو رات ڏينهن سرگرم رهيو. سنڌ کان وٺي ڪانياواڙ ۽ گجرات طرف عابدن، صالحن ۽ عقيدتمندن جو هڪ وڏو گروهه جوڙيائين ۽ حر تحريڪ کي منظم ڪيائين. سندس تبليغ ۽ تلقين جي شروعات سنڌ ۾ ٽنڊي باگي، بدين ۽ ڏيهلي تعلقن مان ٿي ۽ پنج ڇهه هزار ماڻهو خليفي جي صحبت ۾ پير پاڳاري جي جماعت ۽ دائري ۾ داخل ٿيا.

روايتن موجب خليفي نبي بخش وڏيءَ عمر ۾ وفات ڪئي ۽ وفات وقت سندس عمر نوي سال هئي. اندازي موجب خليفي صاحب 1863ع ڌاري وفات ڪئي. خليفي نبي بخش کي ٻه پٽ ٿيا. مراد علي ۽ احسان علي، جيڪي خليفي جي حياتيءَ ۾ فوت ٿيا.

خليفو نبي بخش وڏو عوامي شاعر هو. هو شاهه لطيف کان تمام گهڻو متاثر هو. راڳ جو به وڏو ڄاڻو هو. پنهنجو رسالو سروار ترتيب ڏنائين. سنڌ ۾ راڳدارِيءَ جا مختلف اسڪول آهن. جن ۾ 'شاهه جو راڳ'، 'صادق فقير جو راڳ' ۽ 'خليفي صاحب جو راڳ' شمار ڪري سگهجن ٿا. صوفي صديق فقير سومري 'راڳنامو' ترتيب ڏنو هو. شاهه جو راڳ شام جو شروع ٿيندو آهي، جڏهن ته روايت آهي ته خليفي صاحب جو راڳ ۽ رسالو صبح جي راڳن سان شروع ٿئي ٿو. پر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، خليفي صاحب جي رسالي کي به شاهه لطيف جي سرن وار ترتيب ڏني آهي. ٻهرين نج سنڌي ڪردارن تي 'ڪيڏارو' خليفي نبي بخش لکيو. جيڪو ڪرڙيءَ جي جنگ بابت آهي. جيڪا شاه شجاع ۽ ميرن جي وچ ۾ لڳي هئي، جنهن ۾ غلام مرتضيٰ شاه، جهان خان مري ۽ ٻين سورهين وڏو ڪردار ادا ڪيو هو. انهن جي بهادريءَ کي خليفي نبي بخش ڪيڏاري جي بيتن ۾ بيان ڪري امر ڪري ڇڏيو آهي.

خليفي صاحب وٽ جماليات رنگ ڪمال جو هو. هن ڊاڪي دوها ۽ هندي شاعري به ڪئي. سندس رسالو ڊاڪٽر نبي بخش ترتيب ڏئي سنڌي ادبي بورڊ پاران پهرين ڀيرو سال 1966ع ۾ شايع ڪيو. جنهن جا ٻه ڇاپا شايع ٿي چڪا آهن.

**خليفو هرياءُ** (ديهه): تعلقي گنبٽ جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خليفو هرياءُ، برڪت علي آرائين ۽ سيال.

**خليفي صاحب جو رسالو:** ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، خليفي نبي بخش لغاريءَ جي شاعري ترتيب ڏئي ان کي 'خليفي صاحب جو رسالو' نالو ڏنو. هن رسالي ۾ خليفي جي سوانح حيات ۽ سندس ڪلام بابت تفصيلي بحث ٿيل آهي. رسالي جي متن جي آخر ۾ خليفي صاحب جو باقي شعر 'متفرق ڪلام' جي عنوان هيٺ بہ مرتب ڪيو ويو آهي. متفرق ڪلام جي آخر ۾ رسالي جي هر هڪ سرجي مقصد ۽ مضمون جي پس منظر تي مختصر روشني وڌي وئي آهي ۽ بيتن ۾ استعمال ٿيل ڪن ڏکين لفظن ۽ محاورن جي معنيٰ بہ ڏني وئي آهي.

هيءُ رسالو پهرين ڪجھ نسخن جي صورت ۾ هو، جن جو ذڪر رسالي جي مهاڳ ۾ ڪيل آهي. هي رسالو 29 سرن ۽ متفرق ڪلام تي مشتمل آهي. رسالي جي سرن ۾ سر ڪلياڻ، سر ڪنيات، سر راڳ، ساموندي، سارنگ، ڪيڏارو، سسئي، سورٺ، بيراڳ، هندي، جوڳ، جهنگلو، بروو سنڌي، راڻو، ڪاهوڙي، رامڪلي، رپ، ڏناسري، ڊولو مارو ۽ ٻيا شامل آهن. 303 صفحن تي مشتمل هن رسالي جي قيمت 200 رپيا آهي. هن رسالي جو پهريون ڇاپو، جون 1966ع ۽ ٻيو ڇاپو 2005ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شوري ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**خليفي غلام نبي جو ڪلام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب مشهور صوفي شاعر خليفي غلام نبيءَ جي ڪلام تي مشتمل آهي، جنهن کي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ترتيب ڏنو آهي. ڪتاب جي مهاڳ ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لکي ٿو تہ: خليفو غلام نبي لغاري وڏي علم وارو شخص هو. هي پنهنجو ڪلام پاڻ لکندو هو جنهن تان پوءِ ٻيا اتارا ٿيا. 66-1956ع ۾ خليفي نبي بخش صاحب جي رسالي تي تحقيق ڪندي راقم هڪ قلمي رسالي جي پويان خليفي غلام نبي سائينءَ جو ڪلام ڏٺو، جيڪو شهر ڏوراجي (رياست جهونا ڳڙھ) جي ويٺل فقير محمد بن حاجي ولد محمد 'شهر مصطفيٰ آباد' (جهونا ڳڙھ) ۾ 1319ھ/1901ع ۾ اتاري لکيو. اهو قلمي ڪتاب خليفي احمد سائين لغاريءَ کي 1944ع ۾ شهر ڏوراجي ۾ مليو. ان جي عڪس (فوٽو ڪاپي) تان هن ڪلام کي ڇپائي لاءِ تيار ڪيو ويو آهي."




هن ڪتاب ۾ خليفي غلام نبيءَ جي سوانح حيات پڻ شامل آهي. سندس ڪلام ۾ ثنا ۽ صفت حضرت رسول الله صلي الله عليہ وسلم، مناجات، مرشد مسند ڏڻي (حزب الله شاھ پير پاڳاري) جي شان ۾ بہ مداحون، ٽيھ اکري سسئي پنهون، بيت، ڪافيون، ڀڄن ۽ شبد وغيره شامل آهن. خليفي غلام نبيءَ جو ڪلام پنهنجي ڏاڏي خليفي نبي بخش لغاريءَ جيان انقلابي ۽ قومي رنگ ۾ رنگيل آهي. ڪتاب جي پهرئين ٽائيٽل تي خليفي غلام نبيءَ جي تربت جي تصوير ڏنل آهي. ڊيمي سائيز، چار رنگي ٽائيٽل، پڪي جلد واري هن ڪتاب ۾ 168 صفحا آهن ۽ قيمت 200 رپيا آهي. هيءُ ڪتاب سال 2010ع ۾ حر هسٽاريڪل سوسائٽي سانگهڙ طرفان سوسائٽي جي باني فقير مير محمد نظاماڻي ڇپرايو آهي.

**خليق الزمان، مخدوم:** مشهور سياستدان ۽ اديب مخدوم خليق الزمان، سروري جماعت جي روحاني پيشوا، نامور عالم ۽ شاعر مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ جو ٻيو نمبر فرزند آهي. سندس اصل نالو مخدوم غلام محمد آهي. هن هالا نوان (موجوده مٽياري ضلعي) ۾ 13 فيبروري 1949ع تي جنم ورتو. مخدوم خليق الزمان گرئجوئيٽ آهي. هيءُ ادبي، سماجي ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ وڏي دلچسپي رکي ٿو. شاعريءَ ۾ سندس تخلص 'خليق' آهي. هن شاعريءَ ۾ پنهنجي والد مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ کان اصلاح ورتي ۽ ان حوالي سان مخدوم صاحب سندس استاد آهي. مخدوم خليق الزمان شاعريءَ جو آغاز 1972ع کان ڪيو. سندس ڪلام مختصر ۽ غزلن تي مشتمل آهي. ملڪي سياست ۾ سندس گهرو عمل دخل رهيو آهي. خليق الزمان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر، سينيٽر ۽ پاڪستان پيپلز پارٽي، سنڌ جو صدر رهي چڪو آهي.



**خليق موراٿي:** حڪيم، صحافي، اديب ۽ شاعر خليق موراٿي جو اصل نالو قاضي عبدالخالق ولد قاضي نبي بخش هو. سندس جنم 23 ربيع الثاني 1311ھ بمطابق 04 نومبر1893ع تي موري ۾ ٿيو. ڪجھ ابتدائي تعليم والد کان ورتائين، پوءِ ابتدائي چار درجا ضلعي لوڪلبورڊ پرائمري اسڪول، موري مان پاس ڪيائين. طب، فارسي ۽ فقه جي تعليم والد کان ورتائين. وڌيڪ ديني تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڳوٺ خدا بخش ٻرڳڙي، تعلقي جيمس آباد (ڪوٽ غلام محمد) ضلعي ٿرپارڪر ويو، جتان 25 سالن جي عمر ۾ 6 رجب 1336ھ ۾ فارغ التحصيل ٿيو. عربي، فارسي، طب، تاريخ ۽ منطق سکڻ کان پوءِ انگريزي پڙهيو ۽ انگريزيءَ تي ڪافي عبور حاصل ڪيائين.



هن 1920ع کان حڪمت جو ڌنڌو اختيار ڪيو. پهريائين "ٽنڊو" تعلقي جيڪب آباد ۾ پنهنجو 'طب خانو' کوليائين ۽ بعد ۾ ڪراچيءَ جي رنڇوڙ لائين، ملي در ۽ بمبئي بازار ۾ 'شهزور فارميسي' نالي شفاخانو قائم ڪيائين. 'هيومن ڪاليج ڪلڪتي' مان ڊپلوما پاس هو. حڪمت خانداني ورثي طور مليل هئس ۽ هوميوپيٿي ۽ ايلوپيٿيءَ جي علاج تي پورو عبور هئس. خلافت تحريڪ ۽ ترڪ موالات تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتائين، جنهن دوران ڇھ مهينا 'ٿاني پون' جيل ۾ سخت پورهئي سان سزا بہ ڪاٽيائين. 'جميعت العلماءِ هند' جي مرڪزي عامل جو رڪن بہ رهيو.

خليق موراٿيءَ ننڍي ڄمار کان شعر چوڻ شروع ڪيو. پهريائين "عبد" بعد ۾ 'موراٿي' ۽ پوءِ 'خليق' تخلص اختيار ڪيائين. 1924ع کان

ڪراچيءَ مان ’ترقي‘ نالي سان ماهوار رسالو جاري ڪيائين، جيڪو لڳاتار اَٺ سال هليو. خليق مورائي بهترين حڪيم سان گڏ هڪ جاکوڙي سماجي ورڪر بہ هو. 1928ع ۾ ’ڳوٺ سڌار هلچل‘ جو آرگنائيزر، ’ڪراچي ڊسٽرڪٽ ڪوآپريٽو انسٽيٽيوٽ‘ جو پروپيگنڊا سيڪريٽري ۽ ’ڪوآپريٽوِ‘ رسالي جو ايڊيٽر هو. سنڌ مسلم ادبي سوسائٽيءَ جي بنياد وجهندڙ ۽ مئنيجنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر بہ رهيو. سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) ’سندري‘ (ناول)، (2) ’فاتح السنڌ‘ (سوانح: 1926ع)، (3) ’آخري رسول ﷺ‘ (سوانح: 1925ع)، (4) ’آخري مذهب‘ (حصو پهريون: 1926ع)، (5) ’يارغار صديق اڪبر رضہ‘ (سوانح)، (6) ’عبرت‘ (ناول: 1930ع)، (7) ’ڇترپتي‘ (ناول)، (9) ’درس آموز‘ (معاشرتي ناول) ۽ (10) ’قرآن ۽ نئين روشني‘ (ترجمو) وغيره اچي وڃن ٿا.

سندس اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ ’آخري مذهب‘ (حصو ٻيون ۽ ٽيون). ’علماءِ سنڌ‘، ’فارق اعظم‘ (سوانح)، ’سنڌ ۾ تحريڪ خلافت جا فدائي‘، ’نامڪمل اسلام ۽ وياج، ’تجرباتِ خليق‘ (حڪمت)، ’مضامين خليق‘، ’تاريخِ تعميرِ ڪعبہ‘، ’ويدن جي حقيقت‘، ’شڌيءَ جو سانگ‘ (ناٽڪ)، ’جماد اڪبر‘ (منظوم)، ’علم ڪيميا‘ ، ’سود جي تاريخ‘، ’علوم عربيہ جي تاريخ‘، ’بشارت القرآن في خلافت آل عثمان‘ (حصو پهريون ۽ ٻيون)، ’تناسخ‘، ’عربي گرامر‘، ’عدل يورپ‘ ۽ ’وڏيرو وڏيري‘ (ناٽڪ) وغيره. هن پهرين مئي 1934ع تي وفات ڪئي. سندس مدفن ڪراچيءَ ۾ لياريءَ نديءَ ڀرسان مارواڙي مقام ۾ آهي.

**خليل الرحمان، مير**: ناليواري صحافي ۽ جنگ گروپ آف پبليڪيشن جي باني‌ڪار، مير خليل الرحمان جو جنم، 19 جولاءِ 1927ع



تي گوجرانوالا ۾ ٿيو. سندس وڏا ڪشمير مان هجرت ڪري گوجرانوالا ۾ اچي آباد ٿيا هئا. سندس والد مير عبدالعزيز مسلم يونيورسٽي عليگڙهہ جو گريجوئيٽ هو ۽ تعليم مڪمل ڪري دهليءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائين. اهڙي طرح سندس خاندان دهليءَ منتقل ٿيو. هن شروعاتي تعليم صديقيہ هاءِ اسڪول دهلي ۽ مسلم هاءِ اسڪول فتح پور مان حاصل ڪئي. بي. ڪام ڪرڻ کان پوءِ عملي زندگيءَ جو آغاز هڪ پرائيويٽ آفيس ۾ ٽائيپسٽ جي حيثيت ۾ ڪيائين. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ هڪ فلمي رسالي ’نگارخانہ‘ سان وابستہ ٿيو. جيڪو ان زماني جي مشهور صحافي دادا عشرت علي جي نگرانيءَ هيٺ نڪرندو هو. ان نوڪريءَ دوران هن کي روزاني اخبار ڪڍڻ جو خيال ٿيو. جيئن تہ انهن ڏينهن ۾ ٻي عالمي جنگ عروج تي هئي، ان ڪري هن اخبار جو نالو ’جنگ‘ رکيو ۽ ان کي شام جي اخبار ڪري هلايو. جنگ اخبار تحريڪ پاڪستان ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ خليل الرحمان پاڪستان ۾ آيو. هن ڪراچيءَ مان 15 آڪٽوبر 1947ع تي روزاني ’جنگ‘ جاري ڪئي، آهستي آهستي ’جنگ‘ اخبار پوري ملڪ ۾ هڪ نمايان حيثيت حاصل ڪري ورتي. 13 نومبر 1959ع تي روزاني ’جنگ‘ جو راولپنڊي ايڊيشن شروع ٿيو. مير خليل الرحمان 17 آڪٽوبر 1962ع تي ’ڊيلي نيوز‘ پهرين جنوري 1967ع تي هفتيوار ’اخبار جهان‘، 15 مارچ 1975ع تي ’جنگ ڪوئيز‘، 8 مئي 1980ع تي ’ميگ ويڪلي‘، پهرين آڪٽوبر 1981ع تي ’جنگ‘ لاهور ۽ 11 فبروري 1991ع تي ’دي نيوز‘ ڪراچي، لاهور ۽ اسلام آباد جاري ڪيون. اهڙيءَ طرح جنگ گروپ آف نيوز پيپرس پاڪستان جو سڀ کان وڏو اشاعتي ادارو بڻجي ويو. هڪ اخبار نويس ۽ ايڊيٽر جي حيثيت سان هن گهڻو ڪري دنيا جي سڀني ملڪن جو دورو ڪيو جنهن دوران هن عالمي مشاهيرن سان ملاقاتون ڪيون. 25 جنوري 1992ع تي وفات ڪيائين. هن وقت جنگ گروپ آف پبليڪيشن کي مير شڪيل الرحمان سنڀالي ٿو. هن گروپ تحت سيٽلائيٽ چئنل ”جيو“، ”جيو نيوز“، ”جيو اسپورٽس“ ۽ ”آگ“ پڻ هلي رهيا آهن.

**خليل بن بصري**: خليل بصري بن احمد بن فراهيد علم عروض جو باني 100هہ/ 718ع ۾ ڄائو. سندس ولادت جي ماده تاريخ ’يوم الاحد‘ مان 100 هہ نڪري ٿي. دنيا ۾ سڀ کان پهرين عربيءَ جو علم عروض هن جوڙيو. خليل بصريءَ اهڙو تہ قابل هو جو هن سمورا حروف تهجي هڪ شعر ۾ قلمبند ڪيا، اهو شعر بحر بسيط ۾ چيل آهي. الحريري ۽ ابن خلڪان کان روايت آهي تہ خليل بصري مختلف وزنن کي تڏهن محسوس ڪيو، جڏهن بصري جي بازار ۾ ٺاٺارن جي دڪانن مان ٺامي جي ٺانون کي ٺاهڻ وقت هٿوڙي جي لڳڻ سان جيڪي آواز پئي نڪتا، انهيءَ کان پوءِ هن کي علم عروض ايجاد ڪرڻ يا قديم نظمن جي ساخت ۾ وزن جو تعين ڪرڻ لاءِ هڪ علم جو بنياد وڌو، انهيءَ ڪري ڪيس علم عروض جو ابو يا باني سڏيو وڃي ٿو.

خليل بصري علم عروض جو باني هجڻ سان گڏوگڏ حديث ۽ فلسفي جو پڻ ڄاڻو هو. هو متدين ۽ پرهيزگار شخص هو. جنهن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن حڪمران يا امير آڏو هٿ نہ ٽنگيو. هن جي شاگردن ۾ سيبويہ، الاصمعي، النضر بن شميل، الليث بن المظفر وغيره اچي وڃن ٿا. لغت ۽ نحويہ مجيل رئيس الاساتذه هو. هن رياضي، موسيقي ۽ عروض تي ڪافي ڪتاب لکيا. هن جو ايجاد ڪيل علم عروض اڄ تائين مروج آهي، بلڪہ فارسي، ترڪي، سنڌي ۽ اردو وارن شعر و سخن ۾ هن جي پيروي ڪئي. خليل بصري اهو پهريون شخص آهي، جنهن عربيءَ جي لغت ’ڪتاب العين‘ تاليف ڪئي. عربي نحو ۾ هي ايترو تہ ماهر هو. جو سيبويہ پنهنجي ’الڪتاب‘ ۾ نحو مطلق 858 حوالا ڏنا آهن. جن مان 522 حوالا خليل جا آهن. سندس هيٺيون تصنيفون مشهور آهن:

(1) ڪتاب في معاني الحروف، (2) ڪتاب شرح صرف الخليل، (3) ڪتاب فيه جملة آلات الاعراب، (4) فعل جي گردان بابت تفصيل، (5) ڪتاب النقط والشڪل، (6) ڪتاب الجمل، (7) ڪتاب الشواهد، (8) ڪتاب العروض، (9) ڪتاب الايقاع، (10) ڪتاب النغم، (11) ڪتاب النوادر، (12) ڪتاب العين. مشهور آهي تہ سندس آخري چار ڪتاب ضايع ٿي چڪا آهن ۽ انهن جو ڪو بہ نسخو موجود نہ آهي. هن 170 هہ/ 788ع ۾ بصري ۾ وفات ڪئي. سندس وفات جي ماده تاريخ ’ليل يوم الاحد‘ مان نڪري ٿي.

**خليل جبران:** جڳ مشهور لبناني مصنف، مصور ۽ شاعر خليل جبران، 6 ڊسمبر 1883ع تي لبنان جي ڳوٺ بشريٰ ۾ ڄائو. هيءُ هڪ مذهبي گهراڻي ۾ ڄائو. سندس والدين مذهبي طور عيسائي هئا. سندس پيءُ جو نالو ميخائيل/ مڪائيل بن ساد هو. جنهن جو ارادو هو تہ هو خليل لبنان جي پهاڙين ۾ ٻڪريون چاري، پر سندس ماءُ ڪامل، جيڪا هڪ مارونِي پادريءَ جي ڌيءُ هئي، عربي ۽ فرينچ پڙهيل هئي، ان مڙس جي مرضيءَ خلاف خليل جبران کي پڙهايو. 12 سالن جي عمر ۾ هن صنوبرن جي ڇانوَ واري ڳوٺ کي پنهنجي والده، سڳين ڀيڻن (مريانہ ۽ سلطانہ) ۽ ويڳي ڀاءُ سان گڏ الوداع چيو ۽ آمريڪا جي رياست بوسٽن جي چائنا ٽائون ۾ اچي آباد ٿيو جتي جي هڪ اسڪول ۾ داخلا وٺي پڙهڻ شروع ڪيائين.



1898ع ڌاري بيروت موٽي آيو ۽ اتي ٽي سال گذارڻ کان پوءِ 1902ع ڌاري پيرس جو سفر ڪيائين. ان کان پوءِ ڪجھ ڏينهن نيويارڪ ۾ رهي وري بوسٽن موٽي آيو. 1902ع ۾ سندس ڀيڻ سلطانہ ٽي. بيءَ وگهي فوت ٿي وئي ۽ 1903ع ۾ سندس ماءُ ڪينسر وگهي ۽ ويڳو ڀاءُ پڻ ٽي بيءَ وگهي فوت ٿي ويا. جبران 17 ورهين جي عمر ۾ چترڪاري/ مصوري بہ ڪئي. 1904ع ڌاري خليل جبران جي تصويرن جي نمائش Pred Holland Day's Studio (پريڊ هالينڊ ڊيز اسٽوڊيو) ۾ ٿي. 1905ع ڌاري نيويارڪ ۾ موسيقيءَ تي Al- Musiqa (ال ميوزيڪا) رسالو ڇپايائين، جنهن ۾ هن موسيقيءَ جا، خاص ڪري عربي موسيقيءَ جا ڪجھ سُر ترتيب ڏنا:

خليل جبران جي جواني نيويارڪ ۾ عمارتن جي ڇاپي ۾ پروان چڙهي، 1906ع ڌاري نيويارڪ ۾ سندس 'ارائسل ا مروج' عنوان سان ڪهاڻين جو ڪتاب ڇپيو جنهن ۾ هن زميندار شاهيءَ کي تنقيد جو نشانو بڻايو. 1908ع ۾ نيويارڪ ۾ ئي سندس ٻيو ڪتاب 'الارواح المتمڪلردا' ڇپيو، جنهن ۾ چار ڪهاڻيون هيون، جن جو متن 'روحاني باغي' جي موضوع تي ٻڌل هو. 1912ع ڌاري نيويارڪ ۾ ئي سندس 'الاجنيها المتڪسيرا' نالي ناول شايع ٿيو جنهن کي سنڌيءَ ۾ 'پڳل ڪنيڙائيون' ۽ 'ٽٽل پر' جي عنوان سان هند ۽ سنڌ جي مختلف ليکڪن ترجمو ڪيو آهي.

1914ع ڌاري خليل Dam's Wa Ibtisama نثري نظم جو ڪتاب ڇپايو جيڪو بعد ۾ انگريزيءَ ۾ 'Tears and Laughter' جي نالي سان ترجمو ڪيو ويو. 1918ع ڌاري سندس نيويارڪ ۾ 'The Madman' نالي پهريون انگريزي ڪتاب ڇپيو جنهن ۾ پهاڪا، تمثيلون ۽ نصيحت ڀريا ٽوٽڪا شامل آهن. 1919ع ڌاري نيويارڪ مان سندس Twenty Drawings نالي ڪتاب ڇپيو ساڳئي سال 'المواڪب' نالي عربي فلسفي تي ٻڌل سندس نظم جو ڪتاب پڻ ڇپيو.

1920ع ڌاري خليل جبران 'الاوسج' نالي نثري نظم ۽ مضمونن جو ڪتاب ڇپرايو. 1926ع ۾ نيويارڪ مان سندس "Sand and Foam" نالي چوڻين ۽ پهاڪن جو ڪتاب ڇپيو. 1928ع ۾ خليل جبران جو ڪتاب "Jesus, The son of Man" ڇپيو. جيڪو حضرت عيسيٰ عہ بابت مختلف تجزين/ راين جي روشنيءَ ۾ لکيو ويو آهي. 1931ع ۾ سندس نثري نظم جو ڪتاب "The Earth Gods" شايع ٿيو. جنهن ۾ ڌرتيءَ جا ٽي خدا ڏيکاريا ويا آهن، جيڪي هڪٻئي سان صلاح مشورا ڪري انسان جي تقدير جو فيصلو ڪن ٿا. هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو 'ٽي ديوتا' جي نالي سان تاج جويي ڪيو آهي.

خليل جبران جي وفات 10 اپريل 1931ع تي نيويارڪ ۾ ٿي. ڪيس بيروت آڻي جنم ڀومي بشريٰ ۾ دفنايو ويو. جبران جي وفات کان پوءِ سندس بہ ڪتاب ڇپيا: (1) 1932ع ۾ 'The Wanderer' ۽ (2) 1933ع ۾ 'The Garden of the Prophet'.

جبران جي مڙني تصنيفن ۾ عربي تحريرون، انگريزي تحريرن کان وڌيڪ آهن. سندس ڪتاب پيغمبر (Prophet) چاليهن سالن تائين دنيا جي سڀ کان وڌيڪ وڪامندڙ ڪتابن مان هڪ هو. جنهن جون انگريزيءَ ۽ عربيءَ ۾ ڇيو وڃي ٿو تہ 20 لکن کان وڌيڪ ڪاپيون وڪرو ٿيون ۽ دنيا جي ويهن زبانن ۾ هن ڪتاب جو ترجمو ڪيو ويو. جنهن ۾ سنڌي زبان بہ شامل آهي. هي ڪتاب خليل جبران جي انگريزي زبان ۾ سڀ کان اهم تخليق هئي. پر عربيءَ ۾ هن جي پهرئين ناول 'پڳل ڪنيڙائيون' (Broken Wings) کي سڀ کان بهترين تصنيف تسليم ڪيو وڃي ٿو. سندس لکڻيون اخلاقي ۽ مثالي آهن، جن ۾ بائيبل جي طرز تحرير ۽ خالص مشرقي رنگ موجود آهي، سندس اوائلي تحريرن ۾ حضرت مسيح جو ڪردار سندس مکيہ موضوع رهيو آهي.

خليل جبران اهو ليکڪ هو، جنهن قانون، مذهب توڙي زماني جي غلط رسمن خلاف بغاوت جو آواز بلند ڪيو ۽ امن آشتيءَ واري سماج جي پُرزور حمايت ڪئي. خليل جبران تصنيف ۽ تاليف جو ڪم ٻن زبانن عربي ۽ انگريزيءَ ۾ ڪيو. سندس عربي ڪتابن ۾ (1) دمعة ايتسامة، (2) الموسيقي، (3) عرائس المروج، (4) الارواح المترمرده، (5) الاجخة المتڪسره، (6) المواصف، (7) ابدائع والطرائف، (8) المراڪب ۽ انگريزيءَ ۾ The Fore ،The Prophet ،The Sand & Foam ،The Mad Man Rennur سڀ کان وڌيڪ مشهور ٿيا. خليل جبران جا سنڌيءَ ۾ تمام گهڻا ڪتاب ترجمو ٿي ڇپيا آهن. ميهڙ جي سنڌي اديب ۽ استاد م. ن. محزون ذري گهٽ خليل جبران جي سموري ادب ۽ فلسفي کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. ان کان سواءِ فضل احمد بچاڻي، نجم عباسي، زيب سنڌي ۽ ٻين ڪيترن اديبن بہ خليل جبران کي ترجمو ڪيو آهي. اهڙين ترجمو ٿيل ڪتابن مان ڪجھ جو تفصيل هن ريت آهي:

(1) سپون (مترجم: فضل احمد بچاڻي: 1960ع)، (2) ڪنوار جي سيج (مترجم: م. ن. محزون (1964ع)، هن جو زيب سنڌيءَ بہ ترجمو ڪيو. جنهن جا 1991ع ۽ 1993ع ۾ بہ ڇاپا ڇپجي چڪا آهن.)، (3) پڳل ڪنيڙائيون (مترجم: م. ن. محزون: 1965ع)، (4) انسان ۽ شيطان (مترجم: م. ن. محزون: 1986ع)، (5) بغاوت ۽ آزادي (مترجم: منصور قادر جوڻيجو: 1991ع)، (6) موت ۽ زندگي (مترجم: گل محمد تنيو: 1991ع)،

(7) سوڊائي (مترجم: گل محمد تنيو: 1994ع)، (8) غلامي (مترجم: عطاء الله ابڙو: 1994ع)، (9) مرشد جو پيغام (مترجم: مسعود جمالي: 1994ع)، (10) پيغامبر (Prophet) جو ترجمو: گل محمد تنيو: 1994ع)، (11) پهاڙن ۾ پڪار (مترجم: نجم عباسي: 1996ع)، (12) مون کي محبت آهي (مترجم: ستار: 1996ع)، (13) بغاوت (مترجم: يوسف سنڌي: 1999ع)، (14) خليل جبران جي جيوَن ڪٿا (مترجم: زيب سنڌي: 2000ع)، (15) مسيح ۽ ماهو (مترجم: گل محمد تنيو: 2001ع)، (16)جبران جون ڪهاڻيون (ترتيب: گل محمد تنيو: 2004ع)، (17) فيلسوف، (18) جڏهن مون آزادي گهُري.

**خليل سلطان:** امير تيمور جو پوٽو. خليل سلطان 786هه/1384ع ڌاري پيدا ٿيو. هن سمرقند ۾ 1404ع کان 1409ع تائين حڪومت ڪئي. خليل جڏهن 15 سالن جو هو ته هن تيمور جي هندستاني مهم ۾ وڏو نالو پيدا ڪيو. 18 فيبروري 1405ع تي تيمور جي وفات بعد فوج خليل کي تسليم ڪيو. هن پنجن سالن تائين سمرقند تي بادشاهي ڪئي.

تاتاري، جيڪي پهريان خوارزم تي قابض هئا، تن بخارا تائين قدم وڌايا. 1409ع جي بهار رُت ۾ جڏهن تاتاري حملي آور شاهرخ جي فوج باد غيس ۾ ۽ خليل سلطان جي فوج سبز شهر ۾ جنگ لاءِ تيار هئي ته اتر ۾ امير خدائي داد بغاوت ڪئي. خليل سلطان صرف چار هزار سپاهي وٺي ان بغاوت کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳتي وڌيو. 30 مارچ 1409ع تي هن کي سمرقند جي اتر ۾ خداداد گرفتار ڪيو. کيس پهريائين سمرقند ۽ پوءِ فرغانه وٺي ويا. نيٺ امير شيخ نور الدين جي مداخلت تي هن شاهرخ سان هڪ معاهدو ڪيو. جنهن هيٺ خليل سلطان ماوراءِ النهر تان پنهنجي بادشاهت کي خدا حافظ چيو. هن 17 رجب 814هه/ 4 نومبر 1411ع ۾ وفات ڪئي.

**خليل عارف سومرو:** نوجوان شاعر ۽ اديب خليل عارف سومرو سنڌ جي نالي واري شاعر احمد خان مدهوش جو فرزند آهي. سندس پورو نالو خليل حسين آهي. سندس جنم 18 نومبر 1965ع تي ڪاڇي جي شهر جوهيءَ، ضلعي دادوءَ ۾ ٿيو. ابتدائي تعليم پرائمري مين اسڪول جوهيءَ مان ورتائين. انٽر گورنمينٽ استاد بخاري ڊگري ڪاليج دادوءَ مان، بي. اي ۽ ايم. اي (سنڌي) سنڌ يونيورسٽيءَ ڄامشوري مان ڪيائين.



خليل عارف سومري لکڻ جي شروعات 1978ع کان ڪئي. سندس پهرين تخليق ٻاراڻي رسالي 'گل ڦل' جي جنوري 1980ع جي شماري ۾ شايع ٿي. هن 1986ع ۾ پنهنجي والد جي نالي سان 'احمد خان مدهوش اڪيڊميءَ' جو بنياد وڌو. جنهن پليٽ فارم تان ڪيترا پروگرام ڪرايائين. کيس شاعر طور ۽ ادبي مجتا ۾ ڪيترا اوارڊ ۽ سرٽيفڪيٽ مليل چڪا آهن، جن ۾:

گاج ادب ۽ آرٽ ڪلب جوهيءَ پاران 'بهترين شاعر اوارڊ' (1986ع)، جنگ پبلشرز ڪراچيءَ پاران 'مصنف اوارڊ' (1992ع)، آندل شاهه بخاري آرٽ سرڪل جوهي پاران 'بهترين شاعر اوارڊ' (2001ع)، ٻاراڻي ڪتاب 'موتين ۽ مڪڙيون' تي سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران سال 2010ع جو بهترين ڪتاب اوارڊ (2011ع) ۽ 50 هزار رپيا روڪ وغيره اچي وڃن ٿا. سندس ٻارن جي شاعريءَ جا ٻه ڪتاب: (1) مهڪار (1984ع) ۽ (2) موتي ۽ مکڙيون (2010ع) ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ٿيا. سندس پهرئين ڪتاب جا هن وقت تائين چار ڇاپا پڌرا ٿي چڪا آهن. خليل عارف سومرو پرائمري استاد آهي ۽ جوهي شهر ۾ رهائش پذير آهي.

**خليل ڪوسو:** اديب، عالم ۽ مزاحمتي شاعر خليل احمد ولد محمد اسماعيل ڪوسي جو جنم 10 آڪٽوبر 1967ع تي ڳوٺ حاجي علي محمد ڪوسي لڳ، مسڻ ضلعي ٽنڊي الهيار ۾ ٿيو. قرآن پاڪ جي تعليم ڳوٺ قاضي نور محمد لغاري (دوآبي قاسم حيدرآباد) ۾ حافظ محمد خان سومري وٽان حاصل ڪيائين ۽ پرائمري پنج درجا مسلم پرائمري اسڪول مسڻ ۾ پڙهيو. ان کان پوءِ مدرسة دارا الهديٰ مسڻ ۾ مشهور عالم دين مولانا عبدالڪريم لغاريءَ وٽان 'پهلي فارسي'، 'ڪريما نامہ حق'، 'پندنامہ'، 'گلستان' ۽ 'بوستان' جا ڪتاب پڙهيو. بعد ۾ مدرسہ دارالقرآن، قريشي محلي ٽنڊي غلام عليءَ نامياري عالم دين مولانا محمد اسماعيل پنهور وٽ عربيءَ جا شروعاتي ڪتاب پڙهيو ان مدرسي ۾ مفتي محمد صادق سومرو (جنهاڻ) ۽ مولانا محمد عيسيٰ سمو سندس استاد رهيا. ڪجهه وقت مدرسہ رياض العلوم (حيدرآباد ميرپورخاص روڊ) ۾ مولانا محمد علي پنهور (ميهڙ) وٽ به عربي ڪتاب پڙهيو. بعد ۾ مولوي فاضل عربي ۽ ميٽرڪ جو امتحان ڏنائين. 1995ع ۾ عربيءَ جو استاد مقرر ٿيو ۽ هن وقت هاءِ اسڪول شاديون ولهار ٽنڊي الهيار ۾ ملازمت ڪري رهيو آهي.



شاعريءَ ۾ سندس استاد مولانا عبدالڪريم لغاري آهي ۽ شاعريءَ ۾ کيس سيد غلام قادر شاهه رضوي نصرپوري اوارڊ به مليل چڪو آهي. خليل احمد ڪوسي تاريخ ۽ تحقيق سان وڏي دلچسپي سندس ڪتاب 'ضلعي ٽنڊي الهيار جا تاريخي ماڳ مڪان' ضلعي حڪومت ڇپائي رهي آهي. ان کان سواءِ سندس تحقيقي ڪتاب 'سنڌ جا ٽنڊا'، 'خيالات خليل' ۽ 'ولهار جو وتايو' ڇپائيءَ هيٺ آهي. سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ جي انسائيڪلوپيڊيا لاءِ مواد موڪليندو رهي ٿو.

**خليل لاشاري:** ڪلهوڙن جي دؤر جي شاعر ميان خليل لاشاري ضلعي گهوٽڪيءَ جي ڳوٺ اسلام لاشاريءَ ۾ جنم ورتو. سنڌي ۽ سرائڪي ۾ شاعري ڪندو هو. شاعريءَ ۾ سندس لاڙو مجازي عشق ڏانهن هو. جنهن کيس بيقرار ڪري ڇڏيو هو سدائين سير ۽ سفر ۾ رهيو. ڪافيءَ جو بهترين شاعر هو. ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ وفات ڪيائين. سندس ڪافيءَ جو هڪ نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ڪجهہ ڪا ڳالهہ سٽاوان واهہ واهہ،
سودا سچ ٿيا ٿهہ پهہ،
ڇاتي دي وچ جهاتي هي، سانون فيض حياتي هي،
لڳي اوڙڪ تي جهنگ وسائي، لڳي پڙڪ برهہ دي باهہ.

**خليل موريائي**: نامور ليکڪ ۽ محقق خليل موريائيءَ جو پورو نالو خليل الرحمان ولد هدايت الله موريائي آهي. هن 18 جنوري 1949ع تي شڪارپور ۾ جنم ورتو. شروعاتي تعليم جماڻي هال پرائمري اسڪول شڪارپور مان ورتائين. 1965ع ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور مان مئٽرڪ ڪيائين. 1969ع ڌاري سي ايند ايس ڪاليج شڪارپور مان بي. اي ڪري پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ مان 1972ع ۾ ايم. اي (پوليٽيڪل سائنس) ۾ ڪيائين. ادبي مطالعي جو ذوق ڪيس اسڪول واري زماني کان ئي رهيو. ڪيترائي مضمون لکي مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ڪرايائين. سندس دلچسپيءَ جا موضوع تاريخ ۽ سنڌي ادب رهيو آهي. 1973ع ڌاري هن سنڌ سرڪار جي فوڊ ڊپارٽمينٽ ۾ ملازمت اختيار ڪئي، جتان جنوري 2009ع ۾ ڊسٽرڪٽ فوڊ ڪنٽرولر جي عهدي تان رٽائر ٿيو. 1984ع ڌاري قائم ڪيل شڪارپور هسٽاريڪل سوسائٽيءَ جي باني ميمبرن مان آهي. 2 مئي 1985ع ۾ 'شڪارپور سيمينار' منعقد ڪرڻ ۾ سندس وڏو ڪردار رهيو. خليل موريائيءَ جي ڇپيل ڪتابن ۾ هيٺيان اچي وڃن ٿا: (1) 'شڪارپور سونهن جو شهر' (1996ع)، (2) 'شڪارپور- تاريخ ۽ تحقيق' (2004ع)، (3) 'ڳالهيون نعمت پاءُ جون' (نعمت الله پُٽي جي ياد ۾ لکيل مضمون: 2010ع). (4) موهن جو دڙو (2011ع).



خليل موريائيءَ 1984ع ۾ سرهاڻ پبلڪيشن نالي اشاعتي ادارو قائم ڪري سنڌ جي ترقي پسند ليکڪ ۽ ڪهاڻيڪار گوبند پنجابيءَ جي ڪهاڻين جو مجموعو 'هوءَ موٽي آئي' شايع ڪيو هو.

خليل موريائيءَ جا هيٺيان ڪتاب ڇپائيءَ هيٺ آهن: (1) 'صدين جو سرٽهار- شيخ اياز'، (2) "Historical Romance of Shikarpur".

**خُليو /جيوگهرڙو** (Cell): جيوگهرڙو زندگيءَ جو بنيادي ايڪو آهي. اهو بنيادي ايڪو عمل (ڪم) ۽ بٺاوت جي حوالي سان هر جاندار ۾ موجود آهي. جيئن مادي يا غير جاندار شين جو بنيادي جزو/ايڪو ائٽم آهي، ائين ئي هر جاندار، جيوگهرڙي سبب وجود ۾ اچي ٿو. هڪ ننڍڙي مثال وسيلي جيوگهرڙي کي ائين به سمجهائي سگهجي ٿو ته جيئن هزارين سرون گڏجي

انساني جيو گهرڙو




هڪ وڏي عمارت کي شڪل ڏين ٿيون، تيئن ئي ائٽم ڪنهن مادي ۽ جيوگهرڙو ڪنهن جاندار کي شڪل ڏئي ٿو. جيوگهرڙو زندگي/حيات يا جيوت جو سادو ۽ بنيادي ايڪو/جزو آهي. ڪوڙ سارا جيوگهرڙا گڏجي هڪڙو تاندورو (Tissue) ٺاهين ٿا، جڏهن ته ڪوڙا سارا تاندورا (Tissues) ملي/گڏجي هڪڙو عضوو (Organ) جوڙين/تشڪيل ڏين ٿا، ۽ ڪوڙ سارا عضوا (Organs) گڏجي هڪڙي سرشتي (System) جي تڪميل ڪن ٿا ۽ ائين ڪوڙ سارا عضوا ۽ سرشتا گڏجي هڏ، جسم (Body) ٺاهن ٿا. 1965ع ۾ برطانيه جي سائنسدان رابرٽ هُڪ (Robert Hook) پهريون پيرو خوردبيني وسيلي جيوگهرڙي جو ڏس ڏنو دريافت ڪيو ۽ اُن جو نالو سيل (Cell) يعني جيوگهرڙو رکيو. رابرٽ هُڪ جي انڪشاف ڪانپوءِ تحقيق اهو ثابت ڪيو ته سمورا ٻوٽا ۽ جانور انيڪ جيوگهرڙن جا ٺهيل آهن. اڳتي هلي جڏهن طاقتور خوردبينيءَ جي ايجاد ٿي ته جرمنيءَ جي ٻن سائنسدانن، ايم جي شيلڊن (M.J Scheleiden) 1838ع ۽ ٿي شوان (T. Schwann) 1839ع ۾ وڌيڪ تحقيق ڪري جيوگهرڙي بابت نظريو (Cell Theory) پيش ڪيو. هن نظريي موجب:

(1) سيني جاندار جا عضوا ((Organs جيوگهرڙن تي مشتمل آهن.
(2) جيوگهرڙو هر جاندار جي بناوت ۽ ڪم جو بنيادي ايڪو آهي.
(3) نوان جيوگهرڙا اڳ کان موجود جيوگهرڙن جي ورهاست مان ئي حاصل ٿين ٿا.

جيوگهرڙا پنهنجي اندروني بناوت ۽ ڪم جي لحاظ کان ڪيترن ئي قسمن جا هوندا آهن ۽ اُهي حالتن پٽاندڙ پنهنجو پاڻ کي بدلائي سگهندا آهن. هن سنسار ۾ ڪي جاندار اهڙا به آهن جيڪي هڪ جيوگهرڙي (Unicellular) تي مبني هوندا آهن. اهڙن جاندارن ۾ بيڪٽيريا (Bacteria) اموبيا (Amoeba) پيراميشيم (Paramecium) شامل آهي. جيڪو پنهنجي بٺاوت جي لحاظ کان هڪ جيوگهرڙي جا ٺهيل آهن. جڏهن ته ٻيا جاندار جهڙوڪ انسان ۽ شاهه بلوط جو وڻ لکين ڪروڙين جيوگهرڙن جو ٺهيل آهي.

هڪ جيوگهرڙي (Cell) توڙي جيوگهرڙن وارن جاندارن ۾ خليي جي شڪل هڪجهڙي نه هوندي آهي. جيئن بيڪٽيريا کي گول ته ڪي ڏگها ۽ ڏنگا ڦڏا هوندا آهن، ائين وري اموبيا تارن وانگي هوندا آهن. ڊائيٽم وري ٽِڪنڊي واري شڪل ۾ هوندا آهن. ائين ئي وڏن جاندارن يا گهڻن جيوگهرڙن وارن جاندارن ۾ جيوگهرڙن جون شِڪليون ضرورت ۽ ڪم پٽاندڙ مختلف هوندي آهي. جيئن انساني مَشڪن جا جيوگهرڙا ڏگها ۽ نوڪ دار هوندا آهن. جيوگهرڙن جي شِڪل سان گڏوگڏ سندسن قد بُت به ڪم ۽ بٺاوت تي مبني هوندو آهي، مطلب ته اُنهن جي ڊيگهه. ويڪر يا ٿولهه به سندس ڪم ۽ بٺاوت موجب هوندي آهي. اهڙي طرح ننڍي ۾ ننڍڙو جيوگهرڙو بيڪٽيريا جو آهي، ۽ وڏي ۾ وڏو جيوگهرڙو اُٺ پکيءَ جو آنو (Egg) آهي، جنهن جي ماپ اٽڪل 6 انچ ٿئي ٿي. جڏهن ته بيڪٽيريا جو جيوگهرڙو ڏهائي به (0.2) مائيڪران جي برابر ٿئي ٿو هڪ انسان جي شروعات هڪ جيوگهرڙي کان ٿئي ٿي، جيڪا سندس جمر وقت 20 ڪرب جيوگهرڙن تائين پهچي ٿي، ۽ جوان ٿيڻ تائين اُهو تعداد ڪيئي پيرا وڌي وڃي ٿو جيوگهرڙو يا سيل جي بناوت مختلف هوندي به بنيادي طور اُهو ٽن اهم شين جو ٺهيل هوندو آهي، جيتوڻيڪ جانورن ۽ ٻوٽن (نباتات) جي جيوگهرڙن ۾ فرق آهي، جيوگهرڙن جن بنيادي شين جو ٺهيل هوندو آهي، انهن ۾ پهرئين جيوگهرڙي جي پت يا پردو آهي. جيوگهرڙي جي پت (Cell Wall) ٻوٽن ۾ هوندي آهي، جڏهن ته جانورن جي جيوگهرڙي ۾ اُن کي جيوگهرڙي جي پردي (Cell Membrane) چئبو آهي. ٻيو جيوگهرڙي جو

اندريون مادو آهي. جيڪو جانورن ۾ سائٽو پلازم (Cytoplasm) ۽ ٻوٽن ۾ پروٽوپلازم (Protoplasm) سڏبو آهي. ۽ ٽيون آهي مرڪز يا مُک (Nucleus) جنهن کي جيوگهرڙي جو دماغ چئي سگهجي ٿو. ائين جاندارن جي جيوگهرڙي جي بناوت هن ريت ٿيندي:

1. جيوگهرڙي جي پت/پردي Cell-Wall or Membrane
2. جيوگهرڙي جو مادو يا ماس Cytoplasm or Protoplasm
3. جيوگهرڙي جو مرڪز يا مُک Nucleus
4. خال Vacoule
5. سينٽرو زوم Centro zooms

**جيوگهرڙي جي پت/پردي:** ٻوٽن يا نباتات جي جيوگهرڙي جي ٻاهران هڪ ٿُلهي پت هوندي آهي، ۽ جانورن جي جيوگهرڙي ۾ وري هڪ سنهڙي پردي يا پردو هوندو آهي. اصل ۾ اُها پت يا پردي جيوگهرڙي کي شڪل ڏئي ۽ قائم رکي ٿي. ٻوٽن جي جيوگهرڙي واري پت هڪڙي مُرڪب سيليولوز (Cellulose) جي ٺهيل هوندي آهي. جاندارن جي جيوگهرڙن جون پتون ڪٿي سنهڙيون ته ڪٿي ٿُلهيون، ڪٿي نرم ته ڪٿي سخت ٿينديون آهن. جڏهن ته جانورن جي جيوگهرڙي ۾ پردو ٿيندو آهي، جيڪو هڪ ٿي ساخت جو هوندو آهي.

**جيوگهرڙي جو ماس يا مادو:** جاندارن جي جيوگهرڙي جي پت يا پردي اندر هڪڙو ماس يا مادو هوندو آهي، جنهن کي زندگيءَ جو مادو (Physical Basis of Life) چيو




ويندو آهي. اهو مادو نرم جيليءَ جيان لچڪدار هوندو آهي. هن مادي جا ڪيترائي ڪم آهن. جهڙوڪ چربي ۽ نشاستو گڏ ڪرڻ، آڪسيجن ۽ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جي مٽا سٽا ڪرڻ. ٻوٽن ۾ زندگيءَ جي اهڙي مادي کي پروٽو پلازم (Protoplasm) چئبو آهي، جنهن جي هڪ ننڍڙي صورت کي ڪلوروپلاسٽ (Chloroplast) پڻ چئبو آهي، جيڪو سائي مادي ڪلوروفِل جو ٺهيل هوندو آهي ۽ کاڌو ٺاهڻ جي ڪم ايندو آهي.

**جيوگهرڙي جو مُک يا مرڪز:** جاندارن جي جيوگهرڙن جي وچ ۾ هڪڙو ڪارو گول جسم نظر ايندو آهي، جنهن کي جيوگهرڙي جو وِت، مرڪز دماغ يا مُک چئبو آهي. جيوگهرڙي جو مُک هڪ سنهڙي پردي سان ڍڪيل هوندو آهي جنهن کي مُک جو پردو (Nucler membrane) چئبو آهي. هي پردو لاپئيس ۽ پروٽين جو ٺهيل هوندو آهي. جيوگهرڙي جي مُک ۾ اندر هڪڙو سنهڙو جار پکڙيل هوندو آهي، جنهن کي (Chromatin) سڏبو آهي. اها جاري سنهڙن ڌاڳن جي ٺهيل هوندي اهي، جيوگهرڙي جي ورهائجڻ وقت اُن مان ڪروموسومز (Chromosomes) ٺهندا آهن. اصل ۾ جينس (Genes) يا DNA جا ننڍڙا انهن ڪروموسومز ۾ ئي موجود هوندا آهن. جيڪي نسلي ورهاست ۾ پنهنجو اهم ڪردار ادا ڪندا آهن. ان کانسواءِ ڪروموسومز ۾ RNA، هِسٽون (Histone) ۽ ڪامپليڪس پروٽين (Complex Protein) موجود هونديون آهن. جيڪي زندگيءَ لاءِ تمام اهم آهن. جيوگهرڙي جو مُک مرڪز جيوگهرڙي جي هر ڪارڪردگي ۽ سرگرمي کي سنڀاليندو آهي.

**خال Vacuole:** سمورن جاندارن جي جيوگهرڙن ۾ خال (Vacuoles) موجود هوندا آهن. جيڪي جيوگهرڙي ۾ اهم ڪم سرانجام ڏيندا آهن. جانورن جي جيوگهرڙن ۾ اهي خال ننڍڙا ۽ گهڻا هوندا آهن جڏهن ته ٻوٽن جي جيوگهرڙن ۾ صرف هڪڙو خال وڏي شڪل ۾ موجود هوندو آهي.

**سينٽروسومز (Centrosomes):** سينٽروسومز مرڪز جي ويجهوئي هوندا آهن. جيڪي جيوگهرڙي جي ورهائجڻ وقت ڌاڳا ٺاهيندا آهن. اُن کان سواءِ جيوگهرڙي جا مائٽوڪونڊريا ((Mitochondria ۽ گالجي جسم (Golgi bodies) به حصا هوندا آهن. جيوگهرڙي جي جسماني پچ ڊاهه به ٿيندي آهي، جنهن کي (Cell Metabolism) چئبو آهي. جيوگهرڙي جا ڪيترائي حصا ڪيميائي مادن جا ٺهيل هوندا آهن. جنهن ڪري جيوگهرڙي جو حالت برقرار رکڻ لاءِ ڪيترائي ڪيميائي عمل ٿيندا رهندا آهن. اهڙا عمل هڪ ته توانائي پيدا ڪرڻ لاءِ ٿيندا آهن ته ٻيا وري رطوبت پيدا ڪرڻ لاءِ ٿيندا آهن. جيوگهرڙي پچ ڊاهه ۾ هڪڙا تعميري عمل هوندا آهن ته ٻيا وري غير تعميري عمل هوندا آهن. پروٽين، کنڊ ۽ چربي ٺهڻ واري عمل کي تعميري عمل چئبو آهي، جڏهن ته گڏ ٿيل خوراڪ جي پچ ڊاهه واري عمل کي غير تعميري عمل چئبو آهي. جاندارن جي جيوگهرڙن ۾ ورهاست پڻ ٿيندي آهي، جنهن کي (Cell Division) چئبو آهي. جانورن توڙي ٻوٽن جا جيوگهرڙا جڏهن آخري حد تائين پنهنجي جسامت ۾ وڌي وڏا ٿي ويندا آهن ته اُنهن ۾ ورهاست جو عمل شروع ٿيندو آهي ۽ نتيجي ۾ هر جيوگهرڙو ٻن برابر حصن ۾ ورهائجي ويندو آهي. ورهاست جو اهو عمل جيوگهرڙي جي مُک يا مرڪز کان شروع ٿيندو آهي. يعني پهرين جيوگهرڙوي جو مُک يا مرڪز ٻن حصن ۾ ورهائبو آهي ۽ پوءِ ٻيو مادو ورهائبو آهي. جيوگهرڙن جي ورهاست ٻن قسمن جي ٿيندي آهي. هڪڙي مائٽوسس (Mitosis) ۽ ٻيو ميئاسس (Meiosis).

**خماريل هوا گلابي ڳليون (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب قومپرست اڳواڻ ۽ اديب نواز خان زنئور جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ ليکڪ، سنڌ يونيورسٽيءَ جي يادگيرين کي سهيڙيو آهي، جنهن ۾ تعليمي




ماحول، شاگرد سياست، هاسٽل جي زندگي، شاگردن جي مسئلن، رومانوي معاملن. انهن ڏينهن دوران سائين جي. ايم. سيد سان ٿيل ملاقاتن، ڄامشوري جي خوبصورت شامن ۽ دلفريب راتين جو ذڪر بهتر انداز ۾ پيش ڪيل آهي. ڪتاب ۾ شاگرديءَ دور جي زندگيءَ بابت خوبصورت چِٽ چٽيا ويا آهن. ڪتاب جو مهاڳ ڪالم نگار ۽ سماجي ڪارڪن شيرين زنئور لکيو آهي. ڪتاب جو انتساب ليکڪ، پنهنجي پيءُ ۽ ماءُ جي نالي ڪيو آهي. چار رنگي ٽائيٽل سان 216 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جو مُلهه 120 روپيا آهي. هيءُ ڪتاب آزادي اشاعت گهر ميرپور بٺوري پاران سال 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو ويو آهي.

**خمير** (Yeast). ڪاٺن ۾ گهڻو ڪري ڪيميائي ۽ طبعي تبديليون ٿينديون رهنديون آهن. جن جي ڪري اِهي شيون خراب ٿي وينديون آهن. انهن شين کي خراب ڪرڻ وارا جراثيم گهڻو ڪري ڦڦوندي (Mold) خمير (Yeast)، بيڪار شين (Enzymes) ۽ بيڪٽريا جي شڪل ۾ هوندا آهن. خمير انهن ڪاٺن ۾ پيدا ٿيندو آهي، جن ۾ ڪنهن حد تائين مٺاڻ موجود هوندو آهي. جڏهن هن قسم جي ڪاٺن تي خمير جو اثر ٿيندو آهي ته اِهي الڪوحل (Alcohol) ۽ ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ (Carbon Dioxide) ۾ تبديل ٿي ويندا آهن. خمير ۾ جراثيمن جي ترت واڌ لاءِ 20 کان 38 درجا سينٽي گريڊ حرارت ڪافي هوندي آهي. گهڻيءَ حرارت ۾ اِهي ختم ٿي ويندا آهن. ان کان سواءِ گهڻين مٺين شين ۾ به انهن جي واڌ نه ٿي سگهندي آهي.

**خميس** (Thursday): خميس، هفتي جي ستن ڏينهن مان هڪ ڏينهن جو نالو آهي. قديم دور ۾ هفتي جي ڏينهن جا نالا سرياني ۽ عبراني ٻولين ۾ رائج هئا. اسلامي دور جي نفاذ بعد عربن هفتي جي ڏينهن جا نالا فارس وارن کان نقل ڪيا ۽ ڳاڻيٽي جي حساب سان ڏينهن جا نالا منتخب ڪيا ويا، جنهن موجب فارسيءَ ۾ پنجشنبہ، عربيءَ ۾ الخميس ۽ سنڌيءَ ۾ خميس ٿيو.

فارسيءَ ۾ هفتي جي پنجين ڏينهن کي 'پنجشنبہ' چيو ويندو هو. جنهن تان عربن وري 'الخميس' ڪري نالو رکيو. ٻنهي لفظن جي معنيٰ آهي پنجون ڏينهن. سنڌيءَ ۾ هفتي جي ڏينهن تي عربيءَ جي هفتي جي نالن جو گهڻو اثر آهي. انهيءَ ڪري سنڌيءَ ۾ به عربي نالو خميس به هفتي جي هڪ ڏينهن جي نالي سان رائج ٿيو. هن لاءِ اسلامي روايتن ۽ عالمن جو خيال آهي ته 'الخمس' جي معنيٰ آهي 'پنجون حصو'. جمعي جو بابرڪت ڏينهن هن ڏينهن کان پوءِ ايندو آهي ۽ هن ڏينهن تي (جمعي رات) خير خيرات ڏيڻ کي سٺو سنئوڻ سمجهيو ويچي ٿو.

خميس کي انگريزيءَ ۾ Thursday چيو وڃي ٿو. جيڪو يونان جي گجگوڙ ڪرڻ واري ديوتا 'ٿور' (Thor) جي بگڙيل صورت آهي. اهو Thor مان Thursday ٿيو آهي. خميس کي هنديءَ ۾ ورهسپت وار (وسپت) چون ٿا. خميس ڏينهن لاءِ مختلف سَوڻن بابت نامور محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ 'رسمون رواج ۽ سوڻ سات' ڪتاب ۾ هيٺيان سوڻ ڄاڻايا آهن:

(1) خميس ڏينهن لاڙ نه وڃجي. (2) سهاڳڻ زال خميس ڏينهن غسل نه ڪري، جي ڪندي ته ان جي عزيزن کي نقصان رسندو. (3) ڪي پاڳيا خميس ڏينهن ڪپڙا نه ولوڙين.

شاهه لطيف پڻ هڪ بيت ۾ چيو آهي ته:

'تنين جي خميس، منڌ ماڻيءَ نه پوي.'

**خميسو چاچڙ** (ديهه): تعلقي اوٻاڙي جي هڪ ديهه، جنهن ۾: خميسو چاچڙ، حامد چاچڙ، امان چاچڙ، نصير چاچڙ (الهيار)، رمضان چاچڙ (مزار)، جندو چاچڙ، غلام قادر رند، پنو چاچڙ، يار محمد چاچڙ ۽ دين محمد عرف مجرو چاچڙ ڳوٺ آباد آهن.

**خميسو خان**: ملڪ جي مشهور الغوزه نواز خميسو خان، 1923ع ڌاري ڳوٺ گاجا موري، تعلقي ٽنڊي محمد خان ۾ جنم ورتو. خميسو خان ڪتابي تعليم ته نه پاس ڪري سگهيو پر ان وقت جي مشهور الغوزه نواز



استاد سيد احمد شاهه کان الغوزي وڄائڻ جي سکيا باقاعدگيءَ سان ورتائين. شروع ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو محفلن ۾ ۽ عوامي ميڙاڪن ۾ ڪندو هو بعد ۾ ڪيس ريڊيو پاڪستان ۽ پاڪستان ٽيليويزن تي پنهنجي فن جي مظاهري ڪرڻ جو موقعو مليو جنهنڪري ڪيس عالمگير شهرت ملي. خميسي خان کي الغوزي وڄائڻ ۾ منفرد ڪلا ۽ ٽيڪنڪ حاصل هئي. هو مختلف راڳڻ ۽ راڳڻين تي عبور رکندو هو خميسو خان پاڪستان کان سواءِ آفريڪا، چين، آمريڪا، روس ۽ ٻين ڪيترن ملڪن ۾ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو. ڪيس فني خدمتن عيوض پاڪستان حڪومت صدارتي تمغو 'حسن ڪارڪردگي' ۽ سنڌ حڪومت 'شاهه عبداللطيف اوارڊ' ڏنو هو.

خميسو خان، 8 مارچ 1983ع تي وفات ڪري ويو.

**خميني، آيت الله**: ايران جي مشهور روحاني ۽ سياسي اڳواڻ آيت الله خُمينيءَ، 20 جمادي الثاني 1320هه/ 24 سيپٽمبر 1902ع تي ايران جي



شهر خُمين ۾ جنم ورتو. امام خمينيءَ جو اصل نالو سيد روح الله مصطفوي موسوي خميني هو. سندس والد جو نالو آيت الله شهيد سيد مصطفيٰ موسوي ۽ ڏاڏي جو نالو سيد احمد الموسوي هو. 'آيت الله خُميني' ۽ 'امام خُميني' سيد روح الله مصطفوي موسويءَ جا لقب آهن. هڪ روايت موجب امام خُمينيءَ جي ڏاڏي جو تعلق مشهور شيعه عالم ۽ ليکڪ مير حامد حُسين نيشاپوريءَ جي خاندان سان هو، جيڪو هندستان جي شهر ڪنٽور جو رهواسي هو ڪنٽور ڪشمير ۾ آهي، ان ڪري خمينيءَ جا وڏا اصل ڪشمير جا به چيا وڃن ٿا.

امام خمينيءَ جي والد سيد مصطفيٰ الموسويءَ جو ڳاڻيٽو ننڍي عمر وارن وڏن عالمن ۽ مجتهدين ۾ ٿيندو هو. هن هڪ عالم جي حيثيت ۾ نه رڳو عوام جي خدمت ۽ رهنمائي ڪئي، پر جاگيرداري نظام جي به مخالفت ڪئي هئي، جنهنڪري ڪيس پنهنجي علائقي ۾ هڪڙي جاگيردار سازش ڪري شهيد ڪرائي ڇڏيو هو.

امام خُميني پنهنجي والد جي شهادت وقت صرف نوَن مهينن جو هو. ان ڪري سندس تربيت والده بانو حاجره ۽ پڦيءَ ڪئي، پر ڪجهه عرصي کان پوءِ اهي ٻئي ڄڻيون به مالڪ حقيقيءَ سان وڃي مليون. امام خُمينيءَ اهڙي تڪليفن واري دور ۾ به پنهنجي تعليم جو سلسلو جاري رکيو. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ ايران جي شهر قُم ۾ هڪڙي درسگاهه ۾ استاد مقرر ٿيو ۽ جلد ئي سندس نالو وقت جي چوند عالمن ۾ ڳڻجڻ لڳو. عوام ۾ ديني ۽ مذهبي تعليم پکيڙڻ لاءِ خطبن ۽ تقريرن جو سلسلو شروع ڪيائين. سندس ڏاهپ وارن خطبن ۽ عالماڻي گفتگوءَ جي ڪري نه

رڳو قُم، پر ايران جي ٻين شهرن مان به ماڻهو وڏي انگ ۾ اچڻ لڳا ۽ ڏسندي ڏسندي ماڻهن جو هڪڙو وڏو انگ امام خُمينيءَ جو معتقد ۽ پيروڪار بڻجي ويو. جيڪا ڳالهه ايران جي بادشاهه رضا شاهه پهلويءَ کي نه آئڙي، جنهن پوليس ذريعي امام خُمينيءَ جي اجتماعن کي ختم ڪرائڻ جي هدايت ڪئي، پر اُن تي عمل نه ٿي سگهيو.

اُن زماني ۾ ايران جي زراعت ۽ معيشت پوئتي پئجي چڪي هئي ۽ ايران جي درسگاهن ۾ 'سفيد انقلاب' جي تعليم ڏني ويندي هئي، جنهن تي ان وقت جا عالم ٻن گروهن ۾ ورهائجي ويا هئا. هڪڙن جو خيال هو ته عالمن جو ڪم ۽ مقصد صرف ديني تعليم ڏيڻ آهي ۽ سندن اسلامي



فلسطيني رهنما ياسر عرفات ۽ امام خمينيءَ جي هڪ ملاقات جو ڏيک

تعليمات موجب سياست سان ڪو به واسطو نه هئڻ گهرجي، جڏهن ته ٻيو گروهه، جيڪو امام خميميءَ ۽ سندس ساٿين جو هو، تن جو چوڻ هو ته ديني تعليم سان گڏ سياست به ضروري آهي ۽ عالمن کي نه رڳو سياست ۾ حصو وٺڻ گهرجي، پر حڪمراني به ڪرڻ گهرجي.

آمريڪا، ايران ۾ تيل جي حوالي سان پنهنجن مفادن جي تحفظ لاءِ شهنشاهيت جو قيام ضروري سمجهيو پئي، ان ڪري 1961ع ۾ شهنشاهه ايران کي آمريڪا واضح لفظن ۾ چئي ڇڏيو ته ايران کي صرف ان بنياد تي امداد ڏني ويندي ته ايران، آمريڪا جون تجويزون ۽ سفارشون نافذ ڪندو. شهنشاهه ايران انهن تجويزن کي 'انقلاب سفيد' جي نالي سان ايران ۾ نافذ ڪيو ۽ ظاهر ڪيو ته هي انقلاب شهنشاهه ايران جو فڪري نتيجو آهي.

امام خُميني ۽ سندس ساٿين سان عالمن 'انقلاب سفيد' جي سڌي سنئين مخالفت ڪئي ۽ عوام کي اها آگاهي ڏني ته 'انقلاب سفيد' اسلام مخالف آهي، جنهن جا نتيجا منفي نڪرندا. نه صرف ايترو پر امام خُمينيءَ، شهنشاهه ايران ۽ وزيراعظم ايران کي هڪڙيءَ تار ذريعي پيغام موڪليو ته 'اسلام' جي خير خواهيءَ لاءِ آءٌ توهان کي اهو مشورو ڏيان ٿو ته "چاپلوس ۽ خوشامدي عنصرن تي ڀروسو نه ڪريو. جيڪي اسلام ۽ ان جي بنيادي قانونن کي توهان جي نالن سان منسوب ڪري، پاڻ آجو ٿيڻ گهرن ٿا. اُهي پنهنجا ناجائز ۽ فرسوده قانون توهان تي مڙهي، اسلام ۽ اُن جي بنيادي قانونن جو وقار ۽ حيثيت ختم ڪرڻ گهرن ٿا، جنهنڪري ملت اسلامي ۽ عوام ان ڳالهه جو منتظر آهي ته اوهين ملڪ ۾ اسلامي قانون نافذ ڪريو."

اهڙي خط بعد حڪومت ايران سان سڌو سنئون ٽڪراءَ جي شروعات ٿي. ان ڪان پوءِ شهنشاهه ايران کي ڪافي مذهبي حڪم جاري ڪيا ويا، جن ۾ عورتن جي بي پردگي ۽ بي راهه روي روڪڻ وغيره شامل هئا.

امام خُمينيءَ جي ان مهم کي شهنشاهه ايران پنهنجي اقتدار لاءِ وڏو خطرو سمجهيو، ان ڪري هن عالمن جي اجتماعن تي سختيءَ سان پابندي مڙهڻ لاءِ حڪومتي مشينريءَ کي استعمال ڪيو ويو. ان دوران ڪيترا ماڻهو گولين جو کاڄ بڻيا ۽ ڪيترن عالمن کي قيد ڪيو ويو. ڪيترن عالمن کي سخت تڪليفن ۽ مصيبتن مان گذرڻو پيو، ان ڪري محسن الطباطبائي الحڪيم، امام خمينيءَ ۽ ٻين عالمن کي عراق هجرت ڪرڻ جي دعوت ڏني، پر امام خمينيءَ وطن ڇڏڻ بدران ايران ۾ رهي حڪومت خلاف جدوجهد ڪرڻ کي ترجيح ڏني.

12 محرم 1382ع/ 16 جون 1962ع تي امام خمينيءَ کي قُم مان گرفتار ڪيو ويو. جنهن دوران لکين ماڻهو احتجاج طور روڊن تي نڪري آيا، هيءَ احتجاجي لهر جلد سڄي ايران اندر پکڙجي وئي. احتجاج ڪندڙن تي ٽئنڪن، توپن ۽ هوائي جهازن سان حملا ڪيا ويا، حالتون سڌرڻ بدران وڌيڪ خراب ٿينديون ويون. عوام جي جوش ۽ جذبي کي ڏسي، حڪومت ۽ شهنشاهه ايران کي گوڏا ٽيڪڻا پيا ۽ سال اندر ئي 12 ربيع الاول 1383ع/ 3 آگسٽ 1963ع تي امام خُمينيءَ کي آزاد ڪرڻو پيو.

امام خمينيءَ جي آزاديءَ تي ايران جي عوام سندس تاريخي استقبال ڪيو جنهن کان پوءِ امام خمينيءَ جي لهجي ۾ حڪومت خلاف وڌيڪ شدت ايندي وئي. امام خميني بي پناهه مقبوليت شهنشاهه ايران لاءِ ناقابل برداشت بڻجي وئي ۽ اهي ڳالهيون هُلي ويون ته حڪومت امام خمينيءَ کي ڦاهيءَ تي چاڙهڻ واري آهي. آخرڪار 1964ع ۾ ڪيس جلاوطن ڪيو ويو. امام خُمينيءَ جلاوطنيءَ دوران ڪجهه وقت تُرڪيءَ ۾ رهيو ۽ اُتان پوءِ عراق هليو ويو. جتان هُن پنهنجي جدوجهد جاري رکي. سندس خطبا آڊيو ڪئسٽن ذريعي ايران پهچندا رهيا. ان وچ ۾ شهنشاهه ايران جي خفيه پوليس (سلواڪ)، امام خُمينيءَ جي فرزند مصطفيٰ خمينيءَ کي عراق ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو، پر جدوجهد ماٺي نه ٿي. 1978ع ۾ ايران جي سرڪاري اخبار ۾ امام خمينيءَ لاءِ هڪ مضمون ۾ ڪي توهين آميز جملا لکيا ويا ۽ سندس ڪردارڪشي ڪئي وئي هئي، ان تي عوام احتجاج ڪري ٻيهر روڊن تي نڪري آيو ۽ سڄي ملڪ ۾ هنگاما شروع ٿي ويا.

عراقي حڪومت کي به خطرو محسوس ٿيڻ لڳو ته ڪٿي امام خمينيءَ جي جدوجهد جا اثر عراقي عوام تي نه پون، ان ڪري عراقي حڪومت امام خمينيءَ کي جلد ئي عراق مان نيڪالي ڏئي ڇڏي. جنهن کان پوءِ امام خميني پئرس (فرانس) آيو ۽ پنهنجي جدوجهد کي وڌيڪ تيز ڪري ڇڏيائين. پئرس ۾ مهدي بازرگان، بني صدر ۽ قطب زاده به ساڻس اچي مليا. هوڏانهن ايران ۾ هنگامن ۽ امام خمينيءَ جي وڌندڙ شهرت کي روڪڻ ۾ شهنشاهه ايران ناڪام ٿي ويو، ان ڪري شاهپور بختيار کي وزيراعظم جي عهدي تي فائز ڪري، شهنشاهه ايران 16 جنوري 1979ع ۾ ايران ڇڏي ڀڄي ويو. شهنشاهه ايران جي ڀڄي وڃڻ تي ايراني قوم جشن ملهائڻ شروع ڪيو ٻئي طرف امام خُمينيءَ جي 19 جنوري 1979ع تي وطن واپس ورڻ واري خبر تي شاهپور بختيار سڄي ملڪ جا هوائي اڏا بند ڪرائي ڇڏيا.

امام خمينيءَ پيرس مان اعلان ڪيو ته، هو 26 جنوري 1979ع تي جمعي جي ڏينهن تهران ۾ ضرور لهندو ۽ حڪومت خلاف جدوجهد ۾ شهيد ٿيل ماڻهن جي قبرن تي بهشت زهره قبرستان ۾ وڃي فاتح خواني ڪندو. اها خبر ٻڌندي شاهپور بختيار 25 جنوري جي شام کان ٿي ملڪ جا سمورا هوائي اڏا بيهر اڻڄاتل مُدي لاءِ بند ڪرائي ڇڏيا. ان دوران شاهپور بختيار پيرس وڃي امام خمينيءَ سان مذاڪرات ڪرڻ جو خيال ظاهر ڪيو. پر امام خُمينيءَ سندس حڪومت کي شيطان جي حڪومت قرار ڏئي ڇڏيو، جنهنڪري شاهپور بختيار پيرس وڃي نه سگهيو.

آخرڪار پهرين فبروري 1979ع تي امام خميني تهران جي مهرآباد ايئرپورٽ تي اچي لٿو، جتي سندس تاريخي استقبال ڪيو ويو ۽ پنجاهه لکن کان وڌيڪ ماڻهن 'الله اڪبر' ۽ 'خميني زنده باد' جي نعرن سان سندس آجيان ڪئي. دنيا جي تاريخ ۾ ڪڏهن به ڪنهن به شخصيت جو ايڏو وڏو استقبال نه ٿيو آهي. امام خمينيءَ جي حامين ملڪ جو نظام هٿن ۾ سنڀالي ورتو.

ڊسمبر 1979ع ۾ ايران کي هڪ نئون آئين ڏئي 'اسلامي جمهوريه ايران' بنائڻ جو اعلان ڪيو ويو. آيت الله خمينيءَ کي امام ۽ تاحيات اڳواڻ ۽ ڪمانڊر قرار ڏنو ويو. آيت الله خمينيءَ ملڪ ۽ دين جي بهتريءَ لاءِ ڪافي جدوجهد ڪئي. سندس حياتيءَ ۾ 1980ع کان عراق ايران جنگ لڳي، جيڪا اٺ سال جاري رهي. امام خميني جوان مرديءَ سان اندروني توڙي بيروني مشڪلاتن کي منهن ڏنو عراق- ايران جنگ سبب ايران جي معيشيت مڪمل طور تباهه ٿي وئي ۽ خرچ گهٽجي ويا، جنهنڪري امام خمينيءَ اقوام متحده جي جنگ بنديءَ واري آڇ کي قبول ڪري ورتو. پنهنجو روحاني رهبر ڪري تسليم ڪندو هو. ياسر عرفات ايراني انقلاب بعد امام خمينيءَ سان سندس ملڪ ۾ وڃي ملاقاتون ڪيون.

ايران جي اسلامي انقلاب جي هن سرواڻ آيت الله خُمينيءَ، 3 جون 1989ع تي فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. ڪروڙين ايراني ماڻهو سندس جنازي ۾ شامل ٿيا. امام خمينيءَ کي تهران جي مشهور قبرستان 'بهشت زهرا' ۾ دفن ڪيو ويو، جتي هن وقت سندس مزار تي عاليشان روضو تعمير ٿي چڪو آهي. سندس روضي جي پرسان 'موسسه خمينيءَ' نالي هڪ ادارو قائم ڪيو ويو آهي، جيڪو امام خمينيءَ جي ڪتابن کي مختلف ٻولين ۾ ترجمو ڪري شايع ڪندو رهي ٿو. ايران جي معيشيت اڳتي هلي مستحڪم بڻجي وئي. البت سندس وفات سان ايران ۾ هڪ وڏو خال پيدا ٿيو.

امام خُمينيءَ جي گهرواريءَ خديجه ثقفي 2009ع ۾ وفات ڪئي. کيس پنج ٻار هئا، جن ۾ ٻه پٽ سيد مصطفيٰ خميني ۽ سيد احمد خميني ۽ ٽي ڌيئرون: سيده زهرا، سيده صديقه ۽ سيده فريده هيون. سندس ٻئي پٽ شهيد ٿيا. وڏو پٽ مصطفيٰ خميني 1977ع ۾ عراق ۾ ماريو ويو جڏهن ته احمد خميني 1995ع ۾ مارجي ويو. سندس هڪ ڌيءَ زهره المصطفوي تهران يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر آهي.

امام خمينيءَ جون تصنيفون عربيءَ ۽ فارسي ٻولين ۾ آهن، جيڪي انگريزي، جرمن، فرينچ، اردو ۽ سنڌيءَ سان گڏ دنيا جي ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ٿي چڪيون آهن. سندس تصنيفن ۾ هيٺيون مشهور رهيون آهن:

(1) تحرير الوسيله (4 جلد)، (2) ڪتاب البيع، (3) ڪتاب الخلل في الصواة، (4) جهاد اڪبر، (5) رساله توضيح المسائل، (6) مناسڪ حج، (7) شرح دعاي سحر، (8) شرح حديث راس الحالوت، (9) شرح حديث جنود عقل وجهل، (10) مصباح الهداية الي الخلافة والولاية، (11) تعليقات علي شرح فصوص الحڪم و مصباح الانس، (12) شرح چهل حديث، (13) تفسير سوره حمد، (14) مقام رهبري در فقه اسلامي، (15) مسائل امر به معروف ونهي ازمنڪر، (16) جهاد نفس، (17) صحيفه امام (22 جلد)، (18) لمحات الاصول، (19) آداب نماز، (20) رساله لقاء الله، (21) بدايع الدرر في قاعدة نفي الضرر، (22) رساله في التقيه، (23) رساله في قاعده من ملڪ، (24) ڪتاب الطهارت (4 جلد)، (25) تعليقة علي العروة الوثقيٰ، (26) المڪاسب المحرمه (2 جلد)، (27) تعليقة علي ويسلة النجاة، (28) رساله نجاة العباد، (29) حاشيه بر رساله ارث، (30) تقريرات درس اصول آيت الله العظمي بروجردي، (31) ديوان اشعار (فارسي)، (32) سبوي عشق، (33) ره عشق، (34) باده عشق، (35) نقطه عطف، (36) محرم راز، (37) الوسيله (2 جلد) وغيره.

امام خميني شاعر به هو. سندس شاعريءَ هڪ تصنيف 'ره عشق' جو سنڌيءَ ۾ 'راهِ عشق' جي نالي سان نامور شاعر نياز همايونيءَ ترجمو ڪيو آهي، جيڪو خانه فرهنگ ايران، حيدرآباد، سنڌ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**خنجراب دروازو**: خنجراب دروازو پاڪستان ۽ چين کي خشڪيءَ رستي پاڻ ۾ ملائي ٿو. هيءُ سمنڊ جي سطح کان 16000 فوٽن جي بلنديءَ تي واقع آهي. شاهراهه قراقرم پاڪستان مان گذري خنجراب دروازي ذريعي چين ۾ داخل ٿئي ٿي. هن جي هڪ پاسي پاڪستان جو صوبو گلگت بلتستان ۽ چين




جي Xinjiang نالي ريجن اچن ٿا. هن دروازي جي ٻنهي پاسي سياحت لاءِ بهترين جايون آهن. انتهائي اوچائي تي واقع هئڻ سبب ۽ نهايت مشڪل حالتن ۾ هن دروازي جي تعمير ٿي، جنهن ڪري سياحت جا ماهر هن کي دنيا جو نائون عجوبو به چون ٿا. هيءُ دروازو پهرين مئي 1986ع کان پاڪستان ۽ چين جي حڪومت عام گاڏين جي اچ وڃ لاءِ کوليو ويو آهي.

**خندق جي جنگ** (غزوه خندق): اسلامي تاريخ جي هڪ مشهور جنگ، جيڪا 5 هجريءَ ۾ مسلمانن ۽ عرب ڪافرن جي وچ ۾ لڳي. قريش جيڪي اُحد جي جنگ دوران ٽين هجريءَ ۾ شڪست کائي، واعدو ڪري ويا هُئا اهي اڪثر قبيلن جي سردارن جي مدد ۽ صلاح سان، ابو سفيان جي

اڳواڻيءَ ۾ 24 هزار وڏو لشڪر وٺي 5 هجريءَ ۾ مسلمانن سان جنگ ڪرڻ لاءِ مديني شريف ڪاهي آيا. سندن لشڪر ۾ ساڍا چار هزار اُٺ ۽ ٽي سؤ گهوڙا به شامل هُئا. حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جن کي جڏهن ڪفار جي لشڪر جي روانگيءَ جي خبر پهتي ته ان وڏي لشڪر جي مقابلي ۽ دفاع لاءِ معتبر صحابه ڪرامن سان صلاح مشورو ڪيائون ۽ طئه ٿيو ته مقابلي ڪرڻ بدران مديني ۾ رهي دفاعي تدبيرون اختيار ڪجن. حضرت سلمان فارسيؓ مشورو ڏنو ته شهر جي ٻاهران خندق (ڪاهي) کوٽي دشمن کان دفاع ڪجي. پاڻ ڪريمنﷺ انهيءَ تجويز کي پسند ڪيو. هڪ طرف کان مديني جي گهرن جون پٺيون دفاع جو ڪم ڏئي رهيون هيون. ٻئي طرف کان پهاڙين جو سلسلو شهر جي دفاع جو ڪم ڏئي رهيو هو. جڏهن ته فقط هڪ پاسو کليل هو. جتان دشمن حملو ڪري سگهيو پئي. اتان ڪاهي (خندق) کوٽڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو. ڪاهي 5 گز ويڪري، 5 گز اونهي ۽ ساڍا ٽي ميل ڊگهي کوٽي ويئي. ڪاهيءَ جي کوٽائي دوران حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم کي ملڪ شام، ملڪ فارس ۽ يمن جي فتح ٿيڻ جي خوشخبري ملي، ان خدائي بشارت کان صحابه ڪرام کي آگاهي ڏنائون. مديني جو يهودي قبيلو بنو قريظه هڪ معاهدي هيٺ مسلمانن جو ساٿي هو. پر بنو نُضير جي هڪ شخص حَيَّ بن اخطب کين ڏتاري پاڻ سان ملائي ڇڏيو. بنو قريظه ۽ مديني جي منافقن جي خطري جي پيشِ نظر مسلمانن پنهنجي عورتن ۽ ٻارن کي گڏ ڪري هڪ ڪوٽ ۾ ويهاري ڇڏيو. ڪافرن جو لشڪر خندق (ڪاهي) جي سامهون اچي ظاهر ٿيو انهن ڪاهي پار ٽپڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي، پر کين ناڪامي نصيب ٿي. ڪجهه ڏينهن تائين ڪافر پريان کان پٿر ۽ تير اڇلائيندا رهيا، جڏهن ان مان به کين ڪجهه حاصل نه ٿيو تڏهن عرب جا نالي وارا جانٺا بهادر ضراد، جبيره، نوفل ۽ عمرو بن عبدار هڪ سوڙهي هنڌان ڪاهي ٽپڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. عمرو بن عبدار کي حضرت علي عليه السلام قتل ڪري وڌو. جنهن کي هڪ هزار سوارن جي طاقت جي برابر سمجهيو ويندو هو. ڪيس قتل ٿيندي ڏسي باقي ٽي ڄڻا پوئتي ڀڄڻ لڳا. نوفل ڪاهيءَ ۾ ڪري پيو. جنهن کي حضرت علي عليه السلام قتل ڪري وڌو. باقي ٻه ڄڻا ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. هنن جي فوج جو هي گهيرو هڪ مهيني تائين جاري رهيو. مسلمان کاڌ خوراڪ ۽ ٻين ضرورتن جي رسد جو رستو بند هئڻ سبب وڏين تڪليفن ۾ اچي ويا. لاچار ٿي هڪ صحابي بک وگهي پيٽ تي ٻڌل پٿر اچي پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم کي ڏيکاريو. پاڻ ڪريمﷺ جن به سندس تسليءَ لاءِ ڪيس پنهنجي پيٽ تي ٻڌل ٻه پٿر ڏيکاريا. انهيءَ صورتحال ۾ پاڻ سڳورنﷺ انصارين جي ٻن سردارن سعد بن معاذؓ ۽ سعد بن عبادهؓ سان ڪافرن سان ٺاهه لاءِ مشورو ڪيو عرض ڪيو ته يا رسول الله! اسان اسلام آڻڻ کان اڳ به انهن جي ڪا ڳالهه ٿي نه ڪئي ۽ کين هڪ ڪارڪ به نه ڏني. هاڻي اسان ايمان جي حالت ۾ ساڻن سمجهوتو ڪيئن ڪريون. گهيري جي آخري ڏينهن بنو قريظه ۽ ڪافرن جي لشڪر ۾ اختلاف پيدا ٿي پيو ان حد تائين جو قريش جي لشڪر سان بنو قريظه جي مدد جا امڪان بلڪل ختم ٿي ويا. گهيري جي ستاويهن ڏينهن گذرڻ کان پوءِ رات جو اوچتو اهڙو ته تيز ۽ جهڪ سان طوفان لڳو جو ڪافرن جي خيمن جا ڪِلا اُکڙي ويا. چُلهن تان ديڳڙيون اڏامي ويون ۽ سردي وڌي وئي. ان صورتحال ۾ ڪافرن جا حوصلا پست ٿي ويا. مايوس ۽ ناڪام ٿي ميدان ڇڏي ڀڄڻ تي مجبور ٿيا. حضورﷺ جن کي سندن فرار ٿيڻ جي خبر باطني طرح اڳ ئي پئجي چڪي هئي پر صبح حضرت حذيفه اليمانيؓ ڪافرن جي ڀڄڻ جي خبر اچي کين ٻڌائي. پاڻ سڳورن ان موقعي تي الله تعاليٰ جا شڪرانا بجا آڻيندي مسلمانن کي فرمايو: اڄ کانپوءِ قريش پاڻ تي هتي اچي ڪڏهن به حملو نه ڪندا. *(ماخوذ: شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا)*

**خواب:** ننڊ جي ڪن خاص مرحلن ۾ مختلف عڪسن، خيالن ۽ جذبن جو انساني دماغ ۾ وقت به وقت اڀرڻ واري ڪيفيت کي خواب چئجي ٿو. هر عمر جي انسان کي ننڊ دوران عجيب ۽ غريب خيال، تصور ۽ منظر ڏسڻ ۾ ايندا آهن. انساني ارتقا کان وٺي خوابن جو موضوع بحث هيٺ رهندو پيو اچي. خوابن جي تعبير جو سلسلو پڻ 4000 کان 5000 ق. م قديم ٻڌايو وڃي ٿو.

سڀ کان اوائلي خوابن جا اهڃاڻ قديم عراق مان دريافت ٿيل ڪن دفترن مان مليا آهن. جيڪو مواد پنج هزار سال پراڻو چيو وڃي ٿو. قديم يونان ۽ روم ۾ خوابن کي مذهبي حوالي سان ڏٺو ويندو هو. اتي جا رهاڪو ان خيال جا هئا ته اهي خواب ديوتائن ۽ ديوين جا پيغام آهن يا مري ويلن جي جاءِ آهي. سميري تهذيب ۾ ستين صدي عيسويءَ ڌاري. ان وقت جي شهنشاهه 'اشر بني پال' خوابن ۾ وڏي دلچسپي ورتي. سندس پراڻي دفتر مان مٽيءَ جي ٺهيل تختين تي ڪيترن عجيب ۽ غريب خوابن جون ڪهاڻيون دريافت ٿيون آهن. قديم مصر جي رهاڪن جو خيال هو ته خوابن ذريعي سندن 'خدا' کين زيارت ڪرائين ٿا ۽ جيڪي ماڻهو اهم خواب ڏسندا هئا، تن کي نيڪ سمجهيو ويندو هو. قديم عبرانين (يهودين) خوابن جو تعلق مذهب سان جاڙيو آهي. جيئن ته اهي وحدانيت جا قائل هئا، ان ڪري خوابن کي به خدا جو آواز تصور ڪندا هئا. ان کان سواءِ هنن خوابن کي ٻن قسمن ۾ ورهايو هو. هڪڙا الهامي خواب ۽ ٻيا شيطاني خواب.

قديم چين جا رهاڪو وري ان عقيدي جا هئا ته جسم مان روح نڪرڻ کان پوءِ خوابن جي دنيا ۾ هليو وڃي ٿو. ان ڪري اڄ به چين وارا 'الارم' (Alarm Clock) رکڻ کان پاسو ڪندا آهن. چين جي هڪ فلاسافر اپنهداس (Upanhdas) خوابن بابت لکيو آهي ته خواب دراصل انسان جي اندروني خواهشن جو اظهار آهن. پنجين صدي ق. م ڌاري يونان جي 'انٽني فون' نالي هڪ فلاسافر خوابن تي هڪ ڪتاب لکيو هو. جنهن کان دنيا جا ڪيترا ماڻهو متاثر ٿيا. هن جو چوڻ هو ته سمهڻ دوران انسان جو روح پرواز ڪري وڃي ٿو. هپوڪريٽس (Hippocrates) 399-469 ق. م دوران خوابن متعلق نظريو پيش ڪندي لکيو ته ڏينهن جو انساني روح ڪيترن واقعن ۽ حالتن مان گذري ٿو ۽ رات جو اهي واقعا، عڪس جي صورت ۾ خوابن ۾ نظر اچن ٿا. ناليواري يوناني فلاسافر ارسطو (322-384 ق.م) خوابن بابت لکيو آهي ته خواب جسماني سرگرمين مان جنم وٺن ٿا. خوابن ذريعي مختلف بيمارين بابت اڳڪٿي ڪري سگهجي ٿي.

ڪيترا قديم آمريڪي قبيلا ۽ ميڪسيڪو جون قديم تهذيبون خوابن کي ابن ڏاڏن سان ملڻ جو ذريعو تصور ڪنديون هيون. پروٽيسٽنٽ چرچ جي باني 'مارٽن لوٿر ڪنگ' خوابن کي شيطاني عمل قرار ڏنو هو.

جڏهن ته مشهور ڪئٿولڪ چرچ جي پادرين ايس. ٽي. آگسٽائين ۽ ايس. ٽي. جيوروم جي دعويٰ آهي ته سندن زندگيءَ ۾ خوابن وڏي تبديلي آندي. قرآن پاڪ جي سورة يوسف ۾ به خوابن جو ذڪر آهي. آهستي آهستي 19 صدي عيسويءَ ڌاري سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ترقيءَ کان پوءِ ڪيترن فلاسافرن ۽ نفسيات جي ماهرن خوابن کي ڪا اهميت نه ڏني آهي. سندن خيال هو ته خواب بيچينيءَ، خانداني مسئلن، پيٽ جي خرابيءَ ۽ ناچاڪيءَ جهڙن سببن ڪري نظر اچن ٿا. علم نفسيات جي ماهر سگمنڊ فرئڊ خوابن جي اهميت ۽ نفسيات تي 'The Interpretation of Dreams' (خوابن جي تعبير) نالي ڪتاب لکيو. جيڪو 1899ع ڌاري شايع ٿيو. ان ڪتاب ۾ هو لکي ٿو ته "ڪن خواهشن جي پوري ٿيڻ پٺيان ڪي خواب هوندا آهن." هن اهو به لکيو آهي ته "ڪجهه خواب مصنوعي، ڪجهه مبهم، جڏهن ته ڪي جنسي نوعيت جا هوندا آهن. مبهم خوابن پٺيان لاشعوري خواهشون ۽ تصور هوندا آهن." ٻي صدي هجريءَ ۾ جنم وٺندڙ آر. ٽي. ميڊبرس خوابن بابت هڪ اهم ڪتاب لکيو، جنهن ۾ هن خواب جي تشريح هن ريت ڪئي آهي. "هڪ خواب هر معاملي ۽ هر شخص لاءِ هڪ معنيٰ رکي ٿو ان جو انحصار وقت ۽ جڳهه تي آهي. خاص طور جڏهن ڪنهن خواب جي صحيح تعبير ڪرڻي آهي ته ان لاءِ اهو ڄاڻڻ ضروري آهي ته خواب ڏسڻ وارو مرد آهي يا عورت، صحتمند آهي يا بيمار، آزاد آهي يا غلام، امير آهي يا غريب ۽ پوڙهو آهي يا ٻار."

عام طور مختلف فلاسافرن ۽ نفسيات جي ماهرن خوابن کي هيٺين قسمن ۾ ورهايو آهي: (1) اهي خواب، جن جو واسطو اسان جي روزمره جي زندگيءَ جي عملن، خيالن ۽ مصروفيتن سان آهي. (2) اهي خواب، جيڪي اسان جي ذهن ۾ موجود ڪن خاص معاملن، مونجهارن ۽ غم يا خوشيءَ جي ڪيفيتن جي عڪاسي ڪن ٿا. هن قسم جي خوابن کي 'Emotional Dreams' يعني 'جذباتي خواب' چئجي ٿو. (3) اهڙا خواب، جيڪي ماضيءَ جو اولڙو ٿين ٿا، يعني ڪنهن پراڻي واقعي، واردات، منظر يا ذهن ۾ چٽيل نقش جي عڪاسي ڪن ٿا ته ان قسم جي خوابن کي ويژئل سڏجي ٿو (4) مردن توڙي عورتن جي اڪثر خوابن جو موضوع جنسي نوعيت جو به هوندو آهي، اهڙي قسم جي خوابن کي 'Wet Dreams' چئجي ٿو. (5) ڪي ماڻهو ساڳيا خواب وري وري ڏسندا آهن، جن کي 'Re-occurring Dreams' چئجي ٿو. ان کان سواءِ 1940ع کان 1985ع جي وچ ۾ آمريڪا جي ويسٽرن رزرو يونيورسٽيءَ جي محقق ڪئلون ايس. هال 50 هزارن کان وڌيڪ خوابن ڏسندڙن جو معائنو ڪري هڪ رپورٽ تيار ڪئي، جنهن مان اها ڳالهه سامهون آئي ته گهڻي ڀاڱي سڄيءَ دنيا جا ماڻهو ساڳيا خواب ڏسن ٿا. مطلب ته خوابن متعلق ڪيترين ئي تشريحون، نظريا ۽ وضاحتون سامهون آيون آهن، پر اڃا تائين خوابن جو اصل مقصد مبهم آهي. جديد سائنسي تحقيق موجب خواب نفسيات سان وابسته آهن ۽ هڪ عام صحتمند عمر وارو انسان هڪ رات ۾ ٻن ڪلاڪن جي حساب سان زندگيءَ جا ڇهه سال خوابن ۾ گذاري ٿو. ڪن ماهرن جو اهو به چوڻ آهي ته جانور ۽ پکي به خواب ڏسن ٿا.

ڪجهه مسلم عالمن، خوابن ۽ انهن جي تعبير بابت ڪتاب به لکيا آهن. جديد سوچ وارن مستقبل جي تصورن کي خواب جو نالو ڏيندي لکيو آهي ته، "جيڪو زندگيءَ ۾ خواب (تصور) نه ٿو لهي، اهو بهتر زندگيءَ جو سوچي ئي نٿو سگهي." [ماخذ: (1) 'خواب ۽ انهن جو تعبير'، امام ابن سيرين رحمة الله عليه، سنڌيڪار: پروفيسر غلام حسين جلباڻي، (2) خواب (Encyclopedia of Dreams) (اردو: گستاو هينڊ مين ملر مترجم: نوشين فريحه، (3) (www.wikipedia.com).]

**خواب خوشبو ڇوڪري (ڪتاب)**: هيءُ ناول ناليواري ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار ماهتاب محبوب جو پهريون ناول آهي. هن ناول ۾ سنڌ ۾ جاگيرداري نظام، سياست، اپر ڪلاس کان وٺي لوئر مڊل ڪلاس جي ڏکن سکن ۽ همدرديءَ کي موضوع بڻايو ويو آهي.




ڪتاب جو مهاڳ ناميارِي ڪهاڻيڪار علي بابا لکيو آهي. هو لکي ٿو ته: "ماهتاب وٽ سنڌي ٻوليءَ جي جڻ ڪائي کاڻ آهي، جنهن کي جيئن کوٽبو ٿيئن وساريل اکرن جا املهه ماڻڪ نروار ٿيندا ويندا ۽ اکرن جي تيج کان اسان جون اکيون ڇنهجي وينديون. ماهتاب جو هي ناول خواب خوشبو ڇوڪري ايڪهين صديءَ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ هڪ شاهي دروازو ناهي ڏنو آهي، جيئن اسين پنهنجا سمورا ڪڌا ڪرتوت، وحشتون، بيهودگيون، ڪوڙا ويساهه ۽ ڀرم، وڏ ماڻهپايون ۽ حرامپايون، تمنائون ۽ ويهين صديءَ وارو سمورو گند ڪچرو پاسيرو ڪري، نئين سر ڏوڙي سوچي پنهنجي نئين نسل سان گڏ ايڪهين صديءَ ۾ داخل ٿيون." 224 صفحن تي مشتمل هن ناول جي قيمت 100 رپيا آهي، جنهن کي 1998ع ۾ نيو فيلڊس پبليڪيشن حيدرآباد ڇپائي پڌرو ڪيو.

**خوات بن جبير**ؓ: رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جو معتبر اصحابي، جنهن کي پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن پنهنجو سوار (سواري ڪاهڻ وارو) مقرر ڪيو هو. حضرت خواتؓ جو اَوس قبيلي سان تعلق هو. هُو نهايت دلير ۽ بهادر شخص هو. هجرت کان اڳ ۾ مسلمان ٿيو ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جي زماني ۾ سمورين غزون (اُهي جنگيون، جن ۾ نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم پاڻ شامل هئا) ۾ شريڪ رهيو. *(شاهڪار اسلامي انسائيڪلوپيڊيا)*

**خواب ۽ انهن جو تعبير (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب خوابن جي تعبير بابت مشهور عالم امام ابن سيرين جي مختلف ڪتابن جي سنڌي ترجمي تي مشتمل آهي، جيڪو ترجمو پروفيسر غلام حسين جلباڻيءَ ڪيو آهي. ڪتاب ۾ 60 باب آهن ۽ هر باب جي آخر ۾ شيخ عبدالغني نابلسيءَ جي ڪتاب 'تعيطر الانام في تعبير المنام' ۽ خليل ابن شاهين ظاهريءَ جي ڪتاب 'الاشارات علم العبادت' مان به چوند تعبير به ڏنا ويا آهن. ڪتاب جي آخر ۾ 'اشارات' جو آخري باب 'عجيب ۽ اٽلپ خواب' پڻ شامل ڪيو ويو آهي. 330 صفحن تي



مشتمل ڊيمي سائيز جي هن ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي. هيءُ ڪتاب 2001ع ۾ سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچيءَ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

**خواجائي، شوڪت:** ناليوارو محقق شوڪت خواجائي 10 آگسٽ 1956ع تي ڪراچيءَ ۾ لطيف بخش خواجائيءَ جي گهر ۾ پيدا ٿيو. 1972ع ۾ گورنمينٽ ميونسپل هاءِ اسڪول پرائي سڪر مان مئٽرڪ ڪيائين. 1975ع ۾ عطا حسين شاهه ڊگري ڪاليج روهڙيءَ مان انٽر ۽ 1978ع ۾ اسلاميہ ڪاليج سڪر مان بي.اي ڪيائين. 1980ع ۾ شادي ڪيائين. شوڪت خواجائي 1972ع ۾ مئٽرڪ دوران 'سنڌ آزاد مارُوئڙا فيڊريشن' ۾ شامل ٿيو جيڪا تنظيم اڳتي هلي سپاف ۾ ضم ٿي. ان حيثيت ۾ هن اخبارن ۾ سائين جي. ايم. سيد جي آزاديءَ جي گهُرَ ۽ بلوچستان ۾ فوجي ايڪشن روڪڻ جا مطالبا ڪيا، جنهنڪري وقت جي حڪومت ڪيس گرفتار ڪري ڪجهہ ڏينهن روهڙي ٿاڻي جي لاڪ اپ ۾ رکيو ان ڪان پوءِ سندس قومپرست سياست سان ويجهڙائي ٿي. شوڪت خواجائيءَ 1978ع ڪان باقاعدي لکڻ شروع ڪيو. سندس پهرين تحرير روزاني اخبار 'هلال پاڪستان' ۾ ڇپي. 1983ع ۾ سنڌي ادبي سنگت سکر شاخ جو ميمبر ٿيو. جتي سنگت جي گڏجاڻين ۾ سنڌ جي تاريخي ماڳن ۽ تاريخي شخصيتن تي مضمون ۽ مقالا تنقيد لاءِ پيش ڪندو رهيو. 1994ع ڪان 'جاڳرتا فورم' سکر سان پڻ سندس لاڳاپو رهيو ۽ هن فورم پاران ستين جي آستان ۽ 'خواجہ خضر جي آستان' بابت هڪ مذاڪرو ڪرايائين. شوڪت خواجائيءَ کي تاريخي مقبرن ۽ قديم ڏندڪٿائن تي تحقيق سان ڪافي دلچسپي رهي. هي هسٽاريڪل سوسائٽي سکر جو ميمبر رهيو. سندس ڇپيل ڪتابن ۾:

(1) ڳالهيون منهنجي سنڌ جون (1999ع) (2) سوانح حيات- حضرت مڪي شاهه ؒ (3) مرڻ ناهي مهڻو شامل آهن. جڏهن تہ 'روهڙيءَ جي عزاداري' قلمي صورت ۾ موجود آهي. شوڪت خواجائي تاريخي ماڳ 'ستين جي آستان' جي سنڀال لاءِ جاکوڙيندو رهيو ۽ ان جي ايراضي تي قابض ڌرين خلاف لکندو رهيو. خانداني حوالي سان ان ماڳ جي سنڀال جيئن تہ شوڪت خواجائي ڪري رهيو هو ان ڪري ڪن مخالف ماڻهن کي اها ڳالهہ پسند نہ هئي ۽ اهي نہ رڳو هن تاريخي ماڳ تي قبضي لاءِ ڪوشان رهيا، جنهن سبب هنن 10 مئي 2011ع تي، شوڪت خواجائيءَ کي راهہ تان هٽائڻ لاءِ سندس گهر جي دريءَ مان تيزاب اڇلايو، جنهن ۾ سندس چهرو ۽ جسم ڪافي حد تائين سڙي ويو. سول اسپتال ڪراچيءَ ۾ ڏيڍ مهينو کن سندس علاج هليو. زخمن جا سور نہ سهندي 24 جون 2011ع تي وفات ڪري ويو. ڪيس ستين جي آستان روهڙي لڳ قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**خواجڪي سنڌي:** سومرن جي دور جي اسماعيلي بزرگ ۽ شاعر پير صدرالدين، پنهنجن نون مسلمان پوئلڳن/ اسماعيلين لاءِ ديني اصول ۽ عقيدا تحرير ڪرڻ واسطي ديوناگري خط سان هڪ نئون رسم الخط ايجاد ڪيو جيڪو چاليهہ اکرن تي مشتمل هو. جنهن کي 'چاليهہ اکري' يا 'خواجڪي سنڌي' چيو وڃي ٿو. هي خط اڄ تائين خواجن/ اسماعيلين ۾ رائج آهي. بمبئيءَ ۾ هن رسم الخط جو ڇاپخانو بہ قائم هو جنهن کي 'سنڌي پريس' چيو ويندو هو. هي هڪ سڌريل رسم الخط چيو وڃي ٿو.

**Consonants** حرف صحيح

**Occlusives**

| | غير آوازي ڌوڪڻا | | | | آوازي ڌوڪڻا | | | | گهڻا | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| | نوسرگ | | سرگ | | نوسرگ | | وسرگ | | | |
| نرم تارونءَ وارا آواز | क | ka | ख | kha | ग | ga | घ | gha | ङ | na |
| سخت تارونءَ جا آواز | च | ca | छ | cha | ज | ja | झ | jha | ञ | ña |
| مور ڏني | ट | ta | ठ | tha | ड | da | ढ | dha | ण | na |
| ڏندائون | त | ta | थ | tha | द | da | ध | dha | न | na |
| چپاڻان | प | pa | फ | pha | ब | ba | भ | bha | म | ma |

**Sonorants and fricatives** گونجندڙ ۽ گهڪيدار

| | سخت تارونءَ وارا آواز | | مور ڏني | | ڏندائون | | چپاڻان | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| گونجندڙ آواز | य | ya | र | ra | ल | la | व | va |
| ٻہ | श | śa | ष | sa | स | sa | | |

**Other letters** ٻيا اکر

ह ha ळ la

**Variant letters** مختلف اکر

| | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| علائقي | ॠ | ॠा | ॠो | ॠौ | ॠ | ग़ा | ल |
| — | अ | आ | ओ | औ | झ | ण | ल |
| | a | ā | o | au | jh | ṇ | l |

**Numerals** انگ

| ० | १ | २ | ३ | ४ | ५ | ६ | ७ | ८ | ९ | १० |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| 0 | 1 | 2 | 3 | 4 | 5 | 6 | 7 | 8 | 9 | 10 |

خواجڪي لپي، پڊي قسم جو رسم الخط آهي. جنهن ۾ "اَ" جو لاڪنو موجود آهن هن وقت هن رسم الخط ۾ 44 حرف صحيح يا وينجن ۽ 10 حرف علت آهن. اصل ۾ هن لپيءَ ۾ حرف صحيح جا 40 اکر ۽ حرف علت جا 8 اکر هئا، جن ۾ ورهاڱي ڪان پوءِ ف لاءِ هڪ اکر، ذ، ض،ظ ۽ ز لاءِ هڪ اکر، خ لاءِ هڪ اکر ۽ غ لاءِ هڪ اکر شامل ڪيو ويو. جڏهن تہ هڻن حرف علت لاءِ بہ اکر شامل ڪيا ويا. هن لپي ۾ نرم تارونءَ وارا (Velar) 5 آواز، سخت تارونءَ وارا (Palatal) 5آواز، مور ڏني (Cerebrals) 5 آواز، ڏنداوان (Dental) 5 آواز، ٻن چپن وارا (Bilabial) 5 آواز، ڇُوسٽا ڌماڪيدار (Inplosive) 4 آواز، گهڪيدار (Fricative) 4 آواز، نيم سرن ( Semi-vowels, liquids and flaps) جا 4 آواز ۽ ٻيا حرف صحيح (Rhotacised) 3 ٿين ٿا ۽ اهڙي نموني هاڻي هن لپيءَ ۾ حرف صحيح جا 44 اکر ۽ حرف علت جا 10 اکر آهن. هيءَ لپي عربي لپيءَ کان اڳ سڄيءَ سنڌ ۾ رائج هئي. هن وقت جتي بہ اسماعيلي جماعت آهي، هيءَ لپي استعمال ڪئي وڃي ٿي.

**خواجہ/ خواجا/ڪوجا:** خواجہ، خوجا يا ڪوجا، اصل ۾ هندو لوهاڻن، ڀاٽين، وڻشن، ڪترين ۽ هندن جي هيٺين ذاتين مان هئا، جيڪي لاڙ سنڌ، ڪڇ، گجرات ۽ ڪاٺياواڙ ۾ اڪثريت سان رهندا هئا. چوڏهين صدي عيسويءَ ۾ هڪ اسماعيلي داعي پير صدرالدين (1290ع- 1409ع)، مٿين ڄاڻايل هندو ذاتين کي مسلمان ڪري ڪين خواجہ جو لقب ڏنو جيڪو مقامي اُچار موجب بدلجي، خوجا/ ڪوجا ٿي ويو خواجہ لفظ جو مفهوم هو واپاري. خوجہ/ خوجا لفظ اصل ۾ فارسي زبان جو لفظ آهي ۽ هنديءَ ۾ 'ٺاڪر' يا 'سردار' جي هم

معنيٰ آهي. هن وقت خوجه/ خواجا ٽن مسلڪن ۾ ورهايل آهن: (1) اسماعيلي خوجا. جيڪي هز هائينس آغان خان کي پنهنجو مذهبي اڳواڻ ۽ امام الزمان مڃين ٿا. انهن جو هن وقت وڏو تعداد سنڌ، ڪڇ، گجرات، ڪاٺياواڙ، بنگلاديش ۽ آفريڪا جي هر حصي، آمريڪا، برطانيا، فرانس، آسٽريليا، ٿائيلينڊ، سري لنڪا کان سواءِ روس ۽ باقي دنيا جي هر ملڪ ۾ آباد آهن. سندن تعداد هڪ ڪروڙ کن آهي. (2) سني خوجا، جيڪي گهڻو ڪري بمبئيءَ ۾ رهن ٿا. (3) اثنا عشري خوجا، جيڪي بمبئي، زنجبار ۽ سنڌ ۾ رهن ٿا. اثنا عشري خوجا پهرين 'پڙائي' خوجا سڏبا هئا. سني ۽ اثنا عشري خوجا، آغا خان کي پنهنجو مرشد تسليم نٿا ڪن. خوجا واپاري ۽ خوشحال طبقي سان واسطو رکن ٿا.

**خواجه احمد دمائي:** خواجه قاضي احمد دمائي 1112 هه/ 1700ع ڌاري تعلقي سيوهڻ، ضلعي ڄامشوري جي ڳوٺ 'احمدين' ۾ پيدا ٿيو. هيءُ ڳوٺ ٽلٽيءَ جي پرسان آهي. ابتدائي تعليم پنهنجي والد محمد صديق کان ورتائين. ان کان پوءِ سيوهڻ جي مشهور عالم علامه عبدالواحد صديقي پاٽائيءَ کان سيوهڻ ۾ تعليم ورتائين. تعليم مڪمل ڪري، ديهه دِم، تعلقي قاضي احمد، ضلعي نوابشاه (بينظيرآباد) ۾ سڪونت اختيار ڪيائين. ڪيس لاڪاٽ پرڳڻي جو قاضي مقرر ڪيو ويو. هيءُ خواجه محمد زمان لنواريءَ واري جو مريد ٿيو. خواجه قاضي احمد دمائيءَ ڪيترا ڪتاب لکيا، جن ۾: 'شوق نامہ' ۽ 'مڪتوبات شريف' مشهور آهن، جيڪي فارسيءَ ۾ لکيل آهن. عربي ۽ فارسيءَ جو وڏو عالم هو. سندس عربيءَ ۾ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ ڏانهن لکيل خط دستياب ٿيو آهي.

16 ذوالقعد 1223 هه/ 3 جنوري 1809ع ۾ 109 سالن جي وڏيءَ ڄمار ۾ وفات ڪيائين. سندس قبر قاضي احمد شهر ۾ آهي.

**خواجه احمد عباس:** نامور افسانه نگار ۽ ناول نگار خواجه احمد عباس 1914ع ڌاري پاڻي پٽ ۾ پيدا ٿيو. سندس گهراڻو سياست ۾ گهڻي دلچسپي رکندو هو. هن جي شروعاتي تربيت سندس ناني خواجه سجاد حسين ۽ چاچي غلام حسين ڪئي. خواجه احمد عباس ابتدائي تعليم مسلم هاءِ اسڪول پاڻي پٽ مان حاصل ڪئي. 1930ع ۾ علي ڳڙهه مسلم يونيورسٽيءَ مان بي اي ۽ ايل ايل بي ڪيائين. خواجه احمد عباس هڪ سٺو افسانه نگار، ناول نگار، ڊرامه نگار ۽ اداڪار طور سڃاتو وڃي ٿو. سندس



مشهور ناولن ۾: 'انقلاب'، 'دو بوند پاني'، 'بمبئي رات کي بانهون ۾'، 'فاصله'، 'بوبي'، 'ميرا نام جوڪر' شامل آهن. جيڪي تمام گهڻو مشهور ٿيا. خواجه احمد عباس افسانوي لکڻ ۾ به مهارت رکندو هو سندس افسانن ۾ رومانيت ۽ جنسيت نظر اچي ٿي. خواجه احمد عباس ڪيترائي ڊراما پڻ لکيا، هن گهڻا ڊراما "انڊين پيپلز ٿيٽر" لاءِ لکيا. سندس مشهور ڊرامن ۾ "يه امرت هي" گهڻو مشهور ٿيو. ڪتابي صورت ۾ به شايع ٿيو. خواجه عباس ڪيترين ئي ڪهاڻيون فلمن لاءِ به لکيون. ڪجهه فلمون پروڊيوسر جي حيثيت ۾ به ٺاهيون. سندس مشهور فلمن ۾ ڌرتي کي لال، همارا گهر، منا وغيره شامل آهن. خواجه احمد عباس گهڻي مصروف زندگي گذاري. زندگي جي آخري ٻن سالن ۾ فالج جي بيماري ۾ مبتلا رهيو ۽ سندس وفات پهرين جون 1987ع تي ٿي. خواجه احمد عباس پنهنجي زندگيءَ ۾ 72 ڪتاب لکيا. هن پنهنجي وفات کان اڳ پنهنجي فلمن جو معاوضو "سنسار ٽرسٽ" جي نالي ڪري ڇڏيو ته جيئن نوان فنڪار ۽ نوجوان جيڪي فلمون ٺاهن ٿا انهن جي حوصلا افزائي ٿي سگهي. خواجه احمد عباس جا ڪيترا ناول سنڌيءَ ۾ به ترجمو ٿي ڇپيا آهن.

**خواجه الله بخش غفاري** (سهڻا سائين): خواجه الله بخش غفاري عرف سهڻا سائين ولد حضرت محمد مٺل حضرت پير منا سائينؒ جو جنم شهر خانواهڻ تعلقي ڪنڊياري ضلعي نوشهري فيروز ۾ 10 مارچ 1910ع تي ٿيو. سندس تعلق عباسي خاندان سان هو.



سهڻا سائينءَ جا وڏا راشدي خاندان جي چشم چراغ حضرت حاجي نصير الدين شاه بڪريءَ وارن جا مريد هئا. ننڍپڻ کان ئي سندس والد ۽ والده هن جي تعليم ۽ پرورش ۾ ڪينَ گهٽايو. والد جي وفات کان پوءِ والده خصوصي توجهه سان کيس سنڀاليو. پاڻ نيڪ سيرت ۽ عبادت گذار عورت هئي. والده جي تقويٰ ۽ پرهيزگاريءَ جي ڪري سهڻا سائينءَ جي طبيعت ۾ ننڍپڻ کان ئي نياز، عاجزي ۽ خدمتِ خلق جهڙيون عمديون صفتون پيدا ٿيون.

قرآن پاڪ ۽ ابتدائي تعليم پنهنجي اباڻي ڳوٺ خانواهڻ ۾ حاصل ڪيائين. فائينل جو امتحان پاس ڪري ڪجهه عرصي لاءِ ماستري ۽ درزڪو ڪم ڪيائين. ان وقت خانواهڻ ۾ ڪو ديني مدرسو نه هو، پوءِ ماستري ڇڏي، ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي جي ڳيريلي شهر جي مدرسي ۾ ديني علم حاصل ڪرڻ لاءِ الحاج مولانا رضا محمد مگسيءَ وٽ ويو. ان وقت سواريءَ جي ڪابه سهوليت نه هئي. ان ڪري پنڌ ڪري مدرسي ۾ پڙهڻ ايندو ويندو هو. ان زماني ۾ هين مدرسن وانگر هن مدرسي جا طالب به پاڙي مان فقر جي ماني وٺي ڪائيندا هئا، پر کيس اها ڳالهه پسند نه هئي. ان ڪري اڪيلو ويهي سبق ياد ڪندو هو يا تلاوت قرآن مجيد ۾ وقت گذاريندو هو. 1354هه/ 1935ع ۾ جڏهن اجا پريا جي مدرسي ۾ پڙهندو هو ته اتي سندس مخلص دوست ۽ پاڙيسري قاضي دين محمد مدرسي ۾ اچي پير قريشيءَ جي علم ۽ فيض جون ڳالهيون ٻڌايون ته پنجاب جو هڪ ڪامل ۽ متقي بزرگ هالاڻيءَ ۾ آيل آهي. سندس دل ۾ بزرگن جي زيارت ۽ بيعت ڪرڻ جي امنگ پيدا ٿي ۽ پوءِ پاڻ قاضي دين محمد سان گڏجي هالاڻي اچي پير قريشيءَ سان بيعت ڪيائين.

پير قريشيءَ جي وفات 28 نومبر 1935ع تي ٿي. پير الله بخش غفاريءَ انهيءَ ئي سال پنهنجي ڳوٺ خانواهڻ ۾ پنهنجي پوري خاندان سميت بيعت ڪئي. سندس صلاحيت، تقويٰ ۽ تبليغ جو جذبو ڏسندي پير منا سائينءَ ڇهن سالن کان پوءِ کيس خلافت سان نوازيو.

**خواجہ باقي باللہ**: مشهور بزرگ ۽ عالم خواجہ باقي بالله جو پورو نالو سيد رضي الدين احمد عبدالباقي والد قاضي سيد عبدالسلام هو خواجہ باقي باللہ 971هہ مطابق 1564ع ڌاري ڄائو. سمرقند ۾ فقہ، حديث، تفسير ۽ ٻين ديني علمن جي تحصيل ڪيائين. خواجہ محمد امڪنگيءَ جو مريد ۽ خليفو هو. خواجہ محمد جي مزار امڪنگ (ترڪستان) ۾ آهي ۽ نقشبندي سلسلي جو مشهور بزرگ هو. خواجہ باقي بالله ترڪستان ۽ لاهور کان ٿيندو دهليءَ پهتو ۽ درس تدريس ۾ مشغول رهيو. هو ٿورو ڳالهائيندڙ، ٿورو کائيندڙ ۽ گهٽ ننڊ ڪندڙ بزرگ هو. حضرت مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي، خواجہ باقي اللہ جو خليفو هو ۽ ان کان ئي هند سنڌ ۾ نقشبندي سلسلي جي اشاعت عام ٿي. خواجہ باقي باللہ 26 جمادي الاول 1012هہ مطابق 22 آڪٽوبر 1603ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار دهليءَ ۾ آهي.

**خواجہ بهاءُ الدين**: خواجہ بهاءُ الدين نامور عالم ۽ نقشبندي سلسلي جو باني هو. سندس والد جو نالو جلال الدين هو. هُن 4 محرم 718هہ مطابق 8 مارچ 1318ع تي ايران جي شهر بخارا ۾ جنم ورتو. ننڍپڻ کان ئي عام ٻارن



کان مختلف هوندو هو. کيس باطني علم حضرت امير ڪلال کان عطا ٿيو. جنهن سندس ظاهري تربيت بہ ڪئي هئي. جنهن ڪري هن حضرت امير ڪلال کي پنهنجو مرشد مڃيو. ارڙهن سالن جي عمر ۾ سندس والد صاحب بابا سماسي جي خدمت ۾ موڪليو، جنهن وٽان فيض حاصل ڪيائين. بابا سماسيءَ کان پوءِ سمرقند جي بزرگن جي صحبت اختيار ڪيائين. اتان پوءِ بخارا آيو. اتي رهائش اختيار ڪري شادي ڪيائين. روزگار لاءِ ڪپڙا اڻڻ ۽ انهن تي نقش ناهڻ جو ڪم ڪندو هو ۽ پوءِ غاليچن ناهڻ جو ڪارخانو قائم ڪيائين. غاليچن تي مختلف قسمن جا نقش چٽيندو هو. انهيءَ نسبت سان ماڻهن کيس نقشبند سڏڻ شروع ڪيو. هو پنهنجي مرشد جي چوڻ تي ستن سالن تائين مولانا عارف ديوگريءَ جي صحبت ۾ بہ رهيو. جنهن بعد ڇهن سالن تائين مشهور بزرگ خليل جي صحبت ۾ رهيو، جيڪو ان وقت ماوراءِ النهر جو بادشاه مقرر ٿيو. اها حڪومت ختم ٿيڻ کان پوءِ بخارا ويجهو 'انورتون' نالي ڳوٺ ۾ رهائش پذير ٿيو. طريقت جي تربيت کيس حضرت امير ڪلال کان ملي، پر حضرت عبدالخالق غجدوانيءَ کان بہ روحاني فيض حاصل ڪيائين. پرهيزگار بزرگ هوندو هو. هرات جو والي شاه معز الدين لوائي سندس مريد ٿيو. هن بزرگ 3 ربيع الاول 791هہ مطابق 2 مارچ 1389ع تي وفات ڪئي، سندس مزار قصر 'عارفان' ۾ آهي.

**خواجہ پير نظام الدين سرهندي ڪتبخانو**: شڪارپور ۾ هن ڪتبخاني/ لائبريءَ جو بنياد مشهور عالم ۽ بزرگ پير نظام الدين سرهنديءَ رکيو. پير نظام الدين کي ڪتابن گڏ ڪرڻ جو بيحد شوق هو سندس ڀاءُ خواجہ فدا محي الدين بہ ان ڏس ۾ سندس ڪافي مدد ڪئي. خواجہ نظام الدين سرهنديءَ جي وفات کان پوءِ هيءُ ڪتبخانو ٽن حصن ۾ ورهائجي ويو. پهريون حصو پير امام الدين کي، ٻيو حصو پير فضل قيوم کي، ٽيون حصو سندس ننڍي پٽ پير رفيع الدين کي مليو. پير امام الدين جا ڪجهہ ڪتاب سندس پوٽي مولانا پير فضل الله سرهنديءَ وٽ موجود رهيا. پير خواجہ فضل قيوم جي ڪتبخاني کي سندس پوٽي پير غلام مجدد ۽ پڙپوٽي مولانا پير نثار احمد وڌايو. ان ڪتبخاني ۾ تقريباً اٺ هزار ڪتاب موجود هئا. وقت گذرڻ سان هيءُ ڪتبخانو آهستي آهستي ختم ٿي ويو. هينئر اهو بچيل ڪتبخانو سندس هڪ پونيئر پير انيس احمد وٽ موجود آهي، جتي اڄ بہ ڪافي قلمي نسخا آهن.

**خواجہ حسن بصري**: مشهور بزرگ خواجہ حسن بصري 21هہ/ 642ع ۾ بصري شهر ۾ پيدا ٿيو. سندس ڪنيت ابو محمد ۽ ابو سعيد هئي. تصوف ۾ کيس وڏو درجو حاصل هو. 'روضة الاحباب' ۾ ڄاڻايل آهي تہ: "خواجہ حسن جي والد هجرت جي ٻارهين سال حضرت ابوبڪر رضہ جي هٿ تي اسلام قبوليو ۽ سندس والده اُم المومنين بيبي اُم سلمہ جي دعا سبب خواجہ حسن بصري 130 اصحابين جي صحبت مان فيض پرايو ۽ خلق خدا جو پيشوا ٿيو. حضرت علي عليہ السّلام جڏهن بصري پهتو، تہ ڪانئن خواجہ حسن بصريءَ گهڻو پرايو ۽ شريعت ۽ طريقت جو علم حاصل ڪيو. ان کان پوءِ خواجہ حسن بصري هميشہ حضرت علي عليہ السّلام جي خدمت ۾ رهندو هو. بصري ۾ جنهن هنڌ خواجہ حسن بصري حضرت علي عليہ السّلام کان فيض پرايو ۽ علم حاصل ڪيو، ان هنڌ کي هاڻي 'باب السلطنت' چيو وڃي ٿو. شام شهر جي سفر دوران خواجہ حسن بصريءَ تي اهڙي ڪيفيت طاري ٿي، جو سندس دل ۾ خدا جي قرب ڪانسواءِ ڪا بہ خواهش باقي نہ رهي. ان ڪانپوءِ عبادت الاهيءَ ۾ مشغول رهيو ۽ دنيا کان گوشہ نشين ٿي ويو.



خواجہ حسن بصري جو مقبرو

خواجہ حسن بصري هفتي ۾ هڪ دفعو وعظ ڪندو هو. وعظ واري ڏينهن منبر تي چڙهي ڏسندو هو، جيڪڏهن بيبي رابعہ بصري موجود هوندي هئي تہ وعظ ڪندو هو نہ هوندي هتي تہ وعظ نہ ڪندو هو ۽ منبر تان لهي ايندو هو. هڪ شخص ڪانئن پڇيو: "اوهان مجلس ۾ ماڻهن جو انبوهہ ڏسي خوشي ٿيندا هوندؤ!" خواجہ حسن جواب ڏنو: "آءٌ ماڻهن جي انبوهہ کي ڏسي خوش نہ ٿيندو آهيان. ليڪن اهل دل ۽ درويش ماڻهن کي ڏسي خوش ٿيندو آهيان".

روايت آهي تہ هڪ ڀيري بصري ۾ سخت ڏڪار پيو، ماڻهن خواجہ حسن بصريءَ کي دعا گهرڻ لاءِ درخواست ڪئي. خواجہ صاحب هڪدم خواجہ ڪميل ابن زياد وٽ ويو ۽ وڃي عرض ڪيائين تہ: "اي استاد معظم! اچو تہ گڏجي ڏڪار جي خاتمي لاءِ رب العزت جي بارگاهہ ۾ ٻاڏايون." روايت آهي تہ حضرت خواجہ ڪميل ۽ خواجہ حسن بصريءَ جي

دعا مقبول ٿي ۽ ملڪ ۾ بارش وسي. حضرت خواجه بصري جا شاگرد ۽ پوئلڳ سندس سلسلي کي جاري رکندا آيا. هن عظيم صوفي بزرگ، پهرين رجب المرجب 110هه/ 10 آڪٽوبر 728ع تي وفات ڪئي، ان وقت سندس عمر 89 سال هئي. خواجه حسن بصريءَ جي آخري آرامگاهه بصري ۾ آهي.

**خواجه حسن جان:** برصغير هند و پاڪ جي مشهور بزرگ، روحاني درويش، نقشبندي طريقي جي سرواڻ، حضرت مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهنديءَ جي نائين پيڙهيءَ مان خواجه عبدالرحمان جان سرهنديءَ جو وڏو فرزند هو. خواجه حسن جان صاحب پنهنجي والد بزرگوار کان سواءِ مُلان مير اعظم علي زئي ۽ مولوي لعل محمد متيارين واري کان ۽ مڪي پاڪ ۾ مدرسه صولتيه ۾ مولانا رحمت الله مهاجر مڪيءَ وٽان تعليم حاصل ڪئي. پاڻ عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جو وڏو عالم هو. ڪجهه عرصي لاءِ ٽکڙ شهر ۾ درس ۽ تدريس جو ڪم به ڪيائين. 1315هه/ 1898ع ۾ پنهنجي والد جي وفات کانپوءِ پنهنجي درگاهه جو سجاده نشين ٿيو. پاڻ ڪيترن ئي ڪتابن جو مصنف هو. جن مان 'انيس المريدين' فارسي زبان ۾ گهڻو مشهور آهي.

خواجه صاحب 2 جون 1946ع تي وفات ڪئي. کيس ٽي فرزند خواجه عبدالله جان عرف شاهه آغا، آغا عبدالستار جان ۽ حافظ محمد هاشم جان سرهندي هئا.

**خواجه خضر جو آستانو:** هيءَ خانقاهه بکر (روهڙي) جي قلعي جي اوير ۾ هڪ ٽڪريءَ تي واقع آهي، جنهن کي خواجا خضر جو آستانو چون ٿا. هن آستاني لاءِ نامور محقق راورٽيءَ لکيو آهي ته، "خانقاهه تعمير ٿيڻ کان اڳ هن ٽڪريءَ تي ماڻهورات جو ڏيئو ٻرندي ڏسندا هئا، جڏهن ٻيڙين ذريعي اتي پهچندا هئا ته



خواجه خضر جو آستان (روهڙي)

ڏيئو غائب ٿي ويندو هو. هن ٽڪريءَ تي هندن 'زنده پير' اڏيري لعل جو آستان ناهيو هو ۽ سندن عقيدو هو ته سمنڊ جا پلا اڏيري لعل جي زيارت ۽ درگاهه جي چائنٺ چمڻ لاءِ هتي پهچن ٿا. سلطان محمد تغلق جي ڏينهن ۾ بکر جي نواب ڪشلو خان هن ٽڪريءَ تي خواجه خضر جي خانقاهه جوڙائي. خانقاهه جو عاليشان دروازو روهڙيءَ ڏانهن هو ۽ مٿس وڏو قبو هو. هن دروازي تي ڪاشيءَ جو عمدو ڪم ڪيل هو. آبڪلاٽيءَ جي موسم ۾ درياهه جو پاڻي هن آستاني جي ڏاڪڻ کان مٿي چڙهي ايندو هو. هن ٽڪريءَ تي هڪ غار به آهي. جا هندن توڙي مسلمانن جي گڏيل زيارت گاهه هئي. هندن دروازي مٿان گھنڊ ٻڌا هئا، جيڪي صبح شام وڄندا هئا. ابن بطوطه هن خانقاهه ۾ شمس الدين شيرازيءَ سان ملاقات ڪئي هئي، جنهن جي عمر ان وقت 120 ورهيه هئي. انگريزن جي دؤر ۾ هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ خواجه خضرواري آستاني تان ڇڪتاڻ ٿي هئي. پر هندو پوءِ هٽ ڪٽي ويا. جند پيريا زنده پير جي آستاني قائم ڪرڻ لاءِ 1894ع 16.50 ايڪڙ زمين ڏني ويئي هئي ۽ هندن اتي آستانو ٻيهر نئون ڪري جوڙايو. 1958ع ۾ هيءُ آستان درياهه جي آبڪلاٽيءَ ڪانپوءِ ويران ۽ برباد ٿي ويو. پر ترت ٻيهر هن آستاني کي آباد ڪيو ويو هتي آستاني سان لڳ هڪ مسجد به خواجه خضر جي نالي سان موجود آهي جيڪا 1602ع ۾ بکر ۾ مغلن پاران مقرر ٿيل نواب سعد الله خان ٺهرائي هئي. ٻيڻ جي بيهڪ مان معلوم ٿئي ٿو ته هيءَ اڳ شاندار ٻيڻ هوءَ وڏي رونق وارو هنڌ رهيو هوندو.

**خواجه خطير:** خواجه خطير تغلق دؤر ۾ بکر جو گورنر هو علاؤ الدين بادشاهه 1300ع ڌاري وفات ڪئي، ان کان پوءِ خلجي خاندان جو پويون حاڪم، خسرو خان دهليءَ جي تخت تي ويٺو ان جي دؤر ۾ هندو- مسلم فساد ٿيا. جنهنڪري حاڪم جا امير ۽ وزير به مخالف ٿي پيا ۽ سندس فوجي عملدار ملڪ غازي خان پنهنجي پٽ سان گڏجي ملتان ۽ سنڌ مان لشڪر وٺي دهليءَ تي حملو ڪيو. سخت جنگ کان پوءِ خسرو خان شڪست کائي ڀڄي ويو جنهن بعد ملڪ غازي خان 720هه/ 1320ع ڌاري دهليءَ جي تخت تي ويٺو ۽ غياث الدين تغلق جي لقب سان مشهور ٿيو. ان حاڪم ٿيڻ شرط جيڪي گورنر مقرر ڪيا، تن ۾ بکر جو گورنر خواجه خطير مقرر ڪيو ويو. (**حوالو:** تاريخ سنڌ (پنج ڀاڱا) مولوي نور محمد نظاماڻي)

**خواجه خورشيد انور:** مشهور موسيقار خواجه خورشيد انور 21 مارچ 1913ع تي ميانواليءَ ۾ جنم ورتو. سندس والد خواجه فيروز الدين موسيقيءَ جو وڏو شوقين هو ۽ پنهنجي گهر ۾ موسيقيءَ جون محفلون ڪرائيندو هو. پاڻ ان وقت ڊپٽي ڪمشنر هو. انهن محفلن ۾ استاد توڪل حسين، استاد عبدالوحيد خان، استاد عاشق علي خان، استاد غلام علي خان، استاد ڇوٽي غلام علي خان، فيروز نظامي ۽ رفيق غزنويءَ جهڙا گائڪ شريڪ ٿيندا هئا. هنن محفلن خواجه خورشيد انور ۾ به موسيقيءَ جو شوق پيدا ڪيو ۽ هن استاد توڪل حسين خان کان موسيقيءَ جي باقاعدي سکيا ورتي، ان سان گڏ سندس تعليم جو سلسلو به جاري رهيو. شاگرديءَ واري دور ۾ انگريزن خلاف تشدد پسند تحريڪ سان به لاڳاپيل رهيو ۽ هندستان جي مشهور انقلابي ڀڳت سنگهه کي ڪاليج جي ليبارٽريءَ مان تيزاب فراهم ڪرڻ جي الزام ۾ قيد جون سختيون سٺائين. 1935ع ۾ ايم. اي (فلسفو) ۾ پهرين پوزيشن ۽ گولڊ ميڊل حاصل ڪيائين. 1936ع ۾ آئي. سي. ايس ۾ هندستان مان پهرين پوزيشن ڪنيائين. استاد توڪل حسين خان کان موسيقيءَ جي باقاعدي تربيت حاصل ڪرڻ کان پوءِ آل انڊيا ريڊيو دهليءَ تي موسيقيءَ جي پروگرامن جو انچارج ٿيو. 1940ع ۾ هن فلمي دنيا جو رخ ڪيو ۽ اي. آر ڪاردار جي دعوت تي فلم 'ڪڙمائي'



جي موسيقي ترتيب ڏنائين. ان کان پوءِ هن هيٺين فلمن جي موسيقي ترتيب ڏني: 'اشارا'، 'ٻرک'، 'يتيم'، 'پروانه'، 'پڳ ڊنڊي'، 'آج اور ڪل'، 'سنگهار'، 'نشانه' ۽ 'نيلم پري'. هن 1946ع ۽ 1949ع ۾ سال جي بهترين موسيقار جو اعزاز حاصل ڪيو. 1952ع ۾ پاڪستان آيو ۽ ٻن ٽن سالن جي خاموشيءَ کان پوءِ 1955ع ۾ فلم 'انتظار' جي شروعات ڪيائين. ان فلم جي موسيقي ۽ ڪهاڻي به خواجه خورشيد جي ئي تخليق هئي. انهي سال بهترين ڪهاڻي، بهترين موسيقي ۽ بهترين فلم جا صدارتي اوارڊ به حاصل ڪيائين. هن فلم 'انتظار' کان پوءِ 'زهر عشق'، 'جهومر'، 'ڪوئل'، 'گهونگهٽ'، 'چنگاري'، 'همراز'، 'هير رانجها'، 'حيدر علي' ۽ 'مرزا جٽ' جهڙين ڪامياب فلمن جي موسيقي ترتيب ڏني. انهن فلمن لاتعداد انعام ۽ اوارڊ حاصل ڪيا. 1980ع ۾ کيس حڪومت پاڪستان 'ستاره امتياز' ڏنو. ريڊيو پاڪستان جي 'سگنيچر ٽيون' به سندس ئي تخليق ڪيل آهي. هن جو وڏو ۽ يادگار ڪارنامو 'آهنگ خسروي' آهي، جيڪو ٽيهن لانگ پليز تي مشتمل هڪ البم آهي، جنهن ۾ پاڪ- هند جي ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي معروف گهراڻن جا 90 راڳ محفوظ ڪيا ويا آهن. خواجه خورشيد انور 30 آڪٽوبر 1984ع تي وفات ڪئي.

**خواجه خيرالدين**: پاڪستان جي نامياري سياستدان خيرالدين خواجه جو جنم، 4 جولاءِ 1921ع تي ڍاڪا ۾ ٿيو. ڍاڪا يونيورسٽيءَ مان گريجوئيشن ڪري سياست ۾ عملي طور پير رکيائين. خواجه خيرالدين خواجا ناظم الدين جو تمام ويجهو ساٿي هو. سياست جي ميدان ۾ عملي طرح 1948ع ۾ آيو. جڏهن اي. ڪي. فضل الحق جي نامزد اميدوار خواجه حبيب الله جي خلاف عثمان دلال جي حق ۾ سياسي مهم هلائي. کيس ڪامياب ڪرائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيائين. 1957ع ۾ خواجه خيرالدين اڪثريت سان ڪامياب ٿي ميونسپل ڪمشنر منتخب ٿيو. 8 سالن تائين بنيادي جمهوريت جو ميمبر رهيو. 1966ع ۾ يونين ڪميٽيءَ جو چيئرمئن، بعد ۾ ڍاڪا ميونسپالٽيءَ جو ناظم مقرر ٿيو. 1962ع ۾ پارلياماني سياست ۾ داخل ٿيو ۽ 1965ع ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. 1971ع ۾ بنا مقابلي نرياڳنج جي تڪ مان چونڊ وڙهي، قومي اسيمبليءَ جو ميمبر ٿيو. 1961ع کان 1965ع تائين اوڀر پاڪستان مسلم ليگ (ڪائونسل) جو نائب صدر ۽ 1966ع کان 1971ع تائين صدر رهيو. ان بعد 1981ع تائين پاڪستان مسلم ليگ (چٺا گروپ) جو صدر رهيو. بعد ۾ پنهنجي سياسي جماعت جو بنياد وڌائين، جيڪا اڳتي هلي پير پاڳاري جي مسلم ليگ ۾ ضم ٿي وئي ۽ هو ان جو سينيئر نائب صدر مقرر ٿيو. خواجه خيرالدين ڊيموڪريٽڪ ائڪشن ڪميٽيءَ جو صدر به رهيو، جنهن فيلڊ مارشل ايوب خان جي حڪومت خلاف جدوجهد هلائي. ملڪ ۾ جمهوريت جي بحاليءَ ۽ ايوب خان کي هٽائڻ لاءِ هن 1969ع ڌاري گول ميز ڪانفرنس سڏائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ضياء الحق جي آمريت خلاف ايم. آر. ڊي (Movement for the Restoration of Democracy)



هلائي وئي ته ان جو سيڪريٽري جنرل رهيو 1990ع ڌاري غلام مصطفيٰ جتوئيءَ کي نگران وزيراعظم بنائڻ ۾ به سندس ڪوششون شامل هيون. خواجه خيرالدين 1993ع ۾ وفات ڪئي.

**خواجه شمس الدين**: مشهور اديب، شاعر ۽ صحافي شمس الدين خواجه انگريزي، عربي، فارسي ٻولين ۾ مهارت رکندو هو هن سڄي زندگي معاشرتي ناانصافين خلاف لکيو. شمس الحق خواجه جا وڏا راجپوت هئا، جن پوءِ اسماعيلي مسلڪ اختيار ڪيو. خواجه صاحب حيدرآباد مان هفتيوار اخبار 'ٻانگ درا' جاري ڪئي، جنهن ۾ وڏن زميندارن، ڪامورن ۽ حڪومتي سربراهن جا پول پڌرا ڪندو هو، جنهن تان ناراض ٿي وقت جي حڪومت اخبار تي بندش وجهي کيس حيدرآباد جيل موڪليو حيدرآباد مان 'الحبيب' نالي اخبار خواجه صاحب جو دوست غلام علي ڪڍندو هو. آزاد ٿيڻ بعد هن اها اخبار خواجه صاحب جي حوالي ڪئي. اڳتي هلي حڪومت اُن اخبار جو به ڊڪليئريشن رد ڪري ڇڏيو انڪان پوءِ کيس مشرقي پاڪستان موڪليو ويو، هن ٽن ٻولين: 'سنڌي'، 'اردو' ۽ 'بنگالي' ۾ 'ٻانگ درا' اخبار جاري ڪئي. هن ڍاڪا ۾ رهي قلمي جهاد ڪيو ۽ بنگالي عوام جي خدمت ڪئي. اڳتي هلي سندس سرگرمين کي ناپسنديده قرار ڏئي کيس واپس سنڌ موڪليو ويو. خواجه صاحب 'نهج البلاغ' جو ترجمو ڪيو مسلسل محنت ڪرڻ ڪري بيمار رهڻ لڳو ۽ 21 اپريل 1941ع ۾ وفات ڪري ويو.

**خواجه شيخ عبداللطيف لنواريءَ وارو**: خواجه شيخ عبداللطيف ولد خواجه گل محمد، خواجه محمد زمان ثانيءَ جو ننڍو ڀاءُ ۽ خليفو هو. پنهنجي ڀاءُ وٽان فيض ۽ تلقين حاصل ڪيائين. شروعات واري زماني ۾ مٿس ڪو اهڙو وقت به گذريو، جو بلڪل مسڪين ٿي ويو، ايتري قدر جو سخت سرديءَ جي موسم ۾ به مٿي ۽ پيرين اگهاڙو گهمندو وتندو هو ۽ هميشه هي شعر زبان تي هوندو هئس:

گل را چه مجال است که گويد به گلال،
از بهر چه سازي و از بهر چه شکني.

هڪ دفعي حج جي سفر تي روانو ٿيو، جڏهن مڪي پهتو، پنهنجي هڪ دوست کي چوڻ لڳو ته اڳ ۾ ڪعبي جي زيارت جو شوق هو. هاڻي هتي پهچڻ کانپوءِ پنهنجي مرشد جي ديدار جو شوق ٿيو آهي. سندس عادت هئي ته سردي جي موسم ۾ تمام گهٽيون گوڏڙيون، رليون ۽ ڪپڙا پاڻ وٽ جمع ڪري رکندو هو ۽ ضرورتمندن کي ورهائي ڏيندو هو. هيءَ بزرگ، طبع جو حليم، حيادار ۽ وڏو زاهد هو. رات ڏينهن نفلن پڙهڻ ۾ مشغول رهندو هو. هڪ دفعي پنهنجي وڏي ڀاءُ ۽ مرشد کي عرض ڪيائين ته مون خواب ڏٺو آهي ته اسان ٻنهيءَ مان هڪڙو هن سال وفات ڪندو. دعا گهري اٿم ته اوهان شال زنده رهو ۽ آئون گذاري وڃان. سنت ئي بيمار ٿي پيو، آخري وقت ۾ جڏهن سندس ڀاءُ خواجه محمد زمان ثاني سندس مٿان اچي پڇيو ته ڇا حال آهي؟ جواب ۾ چيائين:

من بجان فنا شدم چه غم است
غرض اندر ميان سلامت اوست

ايئن چئي ڪعبي ڏي منهن ڪري مُرڪيو ۽ 15 شعبان 1236هه مطابق 18 مئي 1821ع ۾ وفات ڪيائين.

**خواجہ عبدالحميد**: مشهور صوفي بزرگ خواجہ عبدالحميد جو اصل نالو خواجہ عبدالله هو. اجمير شريف جي پيرن مان هو. صوفي شاهہ عنايت شهيد کان فيض حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ آيو ۽ سندس خليفو بڻيو. جڏهن جهوڪ جي جنگ شروع ٿي ته ان وقت شاهہ عنايت کيس حڪم ڏنو ته، "تون واپس اجمير هليو وڃ، تون ڪنهن وڏي ڪم ايندين" حڪم تي عمل ڪندي اجمير هليو ويو. صوفي تحريڪ جي تذڪره نگار قاضي غلام مهدي پنهنجي ڪتاب 'انيس المساڪين' ۾ لکيو آهي ته، "هن خليفي شاهہ عنايت جي حڪم موجب دهليءَ جي بادشاهہ کان پروانو وٺي عزت الله شاهہ کي گاديءَ تي ويهاريو". هيءُ هنڌ جاٽائي ٿو ته: شاهہ عنايت جي شهادت بعد ڪلهوڙن ميرانپور کي باهہ ڏياري هئي ۽ حڪم جاري ڪيو هو ته جيڪو صوفيءَ جو سر لاهي آڻي ڏيندو، ته ان کي پنج رپيا انعام ڏنو ويندو. ان حڪم جي ڪري ڪو بہ صوفيءَ جو ويس پهري نہ پئي سگهيو. اها خبر جڏهن اجمير ۾ خليفي عبدالحميد ٻڌي ته کيس ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ دل ۾ خيال آيس ته صوفي شاهہ عنايت کيس اجمير موڪلي، جنگ ۾ ان لاءِ شهيد ٿيڻ نہ ڏنو. ان ڪري شايد اهوئي حڪم آهي تہ ڪلهوڙن جي ظلم خلاف آواز اٿاريان. اهو سوچي دهليءَ جي بادشاهہ محمد شاهہ وٽ وڃي کيس ڪلهوڙن جي ظلم بابت آگاهي ڏنائين. دهليءَ جي بادشاهہ حڪم جاري ڪيو ته، "اڄ کان پوءِ ڪو بہ صوفين کي شهيد نہ ڪندو، اهي پل پنهنجو طريقو جاري رکن ۽ ڪنهن جي بہ دل آزاري نہ ٿيڻ گهرجي." خليفو اهو حڪم کڻي ميرانپور آيو ۽ عزت الله کي گاديءَ تي ويهاري واپس اجمير ويو، جتي وفات ڪيائين. سندس مزار اجمير شريف ۾ آهي.

**خواجہ عبدالحئي نقشبندي**: مشهور بزرگ خواجہ عبدالحئي ولد مخدوم شهاب الدين نقشبندي 18 اپريل 1765ع تي نوشهري فيروز ۾ ڄائو هو. پنهنجي وقت جو وڏو عالم بزرگ ٿي گذريو آهي. جهوڪ شريف واري بزرگ حضرت صوفي فضل الله شاهہ قلندر جو معتقد هو. سڄيءَ سنڌ سان گڏ پنجاب، ايران، عراق، قنڌار ۽ هندستان جو سير ڪيو هئائين. وحدت الوجود جي فلسفي جو وڏو داعي هو. سندس فرزند شاهہ نصير بہ سنڌ ۾ انهيءَ مسلڪ کي عام ڪيو.

خواجہ عبدالحئي کي فقهہ ۾ ملڪو حاصل هو. سندس فتوائون سمورن عالمن لاءِ قابل قبول هيون. کيس شاعريءَ جو بہ شوق هو. سنڌي، فارسي، اردو ۽ هندي زبانن ۾ ڪافي ڪلام چيائين، جيڪو ڪافين تي مشتمل آهي. هن 98 ورهين جي وڏي عمر ۾ 7 جمادي الاول 1280هہ/ 20 آڪٽوبر 1863ع تي وفات ڪئي. سندس خاص خليفن ۾ 'عثمان فقير سانگي'، 'خوش خير محمد هيسباڻي' ۽ 'فقير هري سنگهہ' 'عاصي' جا نالا قابل ذڪر آهن. سندس درگاهہ تي هر سال ميلو لڳندو آهي.

**خواجہ عبدالرحمان تارڪ طُريل**: خواجہ عبدالرحمان عرف تارڪ طُريل جو شمار ٻارهين صدي هجريءَ جي بزرگن ۾ ٿئي ٿو. هي سلطان باهوؒ (1039هہ-1102هہ) جو پير ڀائي هو. هن بزرگ نوابي ڇڏي فقيري اختيار ڪئي، روايت آهي ته اصل ۾ خراسان جي هڪ علائقي جو نواب هو ۽ پٽڪي جو طرو وڏو رکندو هو. تصوف جي رنگ چڙهڻ کان پوءِ هن حشمت واري پٽڪي جي طُري کي ترڪ ڪري ڇڏيو. پر مٿس 'تارڪ طُريل' جو لقب پئجي ويو. هن سلوڪ جي تڪميل سيد عبدالرحمان قادري دهلويءَ وٽ ڪئي ۽ مرشد جي حڪم موجب شڪارپور ۾ قيام ڪيائين.

کيس اولاد نہ ٿيو سندس خليفن مان سيد محمد شاهہ مشهور آهي، جيڪو سندس مزار جي اتر طرف هڪ مسجد جي ٻاهران دفن آهي. خواجہ عبدالرحمان تارڪ طريل جي مزار شڪارپور جي ڍڪ بازار لڳ اوڀر طرف آهي. جوڻيجا ابن ڏاڏن کان هن مزار جا متولي آهن ۽ فقير سڏائين ۽ روايتن موجب هن بزرگ جي وفات ٻارهين صدي هجريءَ جي پڇاڙيءَ يا ٻارهين صدي هجريءَ جي شروعات ۾ ٿي.

**خواجہ عبدالرحمان مجددي سرهندي**: خواجہ عبدالرحمان 1244هہ/1828ع ڌاري قنڌار ۾ ڄائو هو. ننڍي هوندي علم باطن پنهنجي والد بزرگوار حضرت شاهہ عبدالقيوم کان حاصل ڪيائين ۽ علوم ظاهري مولانا حبيب الله قنڌاريءَ کان حاصل ڪيائين. سترهن سالن جي عمر ۾ تعليم مڪمل ڪري پنهنجي والد جي جڳهہ تي مسند نشين ٿيو. جنهن زماني ۾ افغانستان ۾ "امير ايوب خان" ۽ "امير عبدالرحمان خان" جي وچ ۾ "ميوان" وٽ تخت تان جنگ لڳي، ان وقت سڀ غازي امير ايوب خان جي طرف هئا، پر انگريزن امير عبدالرحمان جي مدد ڪئي. جنهن ڪري امير ايوب کي شڪست ملي ۽ هو تخت ڇڏي ڀڄي ويو. امير عبدالرحمان تخت تي ويهڻ شرط، غازي ايوب جي ماڻهن سان ڏاڍا ظلم ڪيا ۽ ڪيترائي بهادر سردار قتل ڪرائي ڇڏيائين. امير عبدالرحمان جي ظلمن کان تنگ ٿي، خواجہ عبدالرحمان افغانستان کي ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو جنهن ڪانپوءِ قلات رياست جي رئيس فقير محمد مستوئي وٽ رهڻ شروع ٿيو ۽ ڪجهہ وقت ڪانپوءِ "مٽيارين" ۾ تشريف فرما ٿيو هتي سندس بيشمار مريد هئا. انهيءَ ڪانسواءِ هت سندس عزيز بہ رهندا هئا. مٽيارين ۾ سيد حافظ شاهہ ۽ حاجي ميران محمد شاهہ کيس ٽکڙ ۾ هلي رهڻ لاءِ چيو جنهن ڪري 1295هہ ۾ ٽکڙ ۾ وڃي رهڻ لڳو. خواجہ عبدالرحمان پنهنجي وقت جو ڪامل ولي ۽ جيد عالم هو. ٽکڙ ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ اسلام جي تبليغ ۽ تعليم کي جاري رکيائين. سندس اثر جي ڪري شيخ عبدالرحيم مرحوم، شيخ شمس الدين، شيخ نور محمد ۽ ڊاڪٽر شيخ محمد يعقوب مرحوم مسلمان ٿيا هئا.

ٽکڙ ۾ مشهور عالمن ۽ ويدن سان سندس صحبتون ۽ مجلسون ٿينديون هيون. ٽکڙ ۾ هڪ مدرسو پڻ قائم ڪيو هئائين، جنهن ۾ قرآن پاڪ، عربي ۽ فارسي جي تعليم ڏيندو هو. فجر جي نماز ڪانپوءِ وٽس مراقبو ٿيندو هو. مراقبي ڪانپوءِ وعظ ۽ نصيحت ڪندو هو. خواجہ عبدالرحمان 71 ورهين جي جمار ۾ 1315هہ/1897ع ۾ وفات ڪئي. کيس گنجي ٽڪر تي دفن ڪيو ويو.

**خواجہ عبدالله جان عرف شاهہ آغا**: خواجہ عبدالله جان، جنهن کي عرف عام ۾ شاهہ آغا سڏيو ويندو هو. سنڌ جي علم ۽ ادب جي مشهور سرزمين ٽکڙ جو هڪ وڏو عابد، زاهد ۽ وڏن جي روايتن جو امين فرد ٿي گذريو آهي. هن 20 ڊسمبر 1890ع تي ٽکڙ (ضلعي حيدرآباد) ۾ جنم ورتو هن وقت ٽکڙ شهر ضلعي، ٽنڊي محمد خان ۾ آهي. ابتدائي تعليم پنهنجي ڏاڏي خواجہ عبدالرحمان جان سرهنديءَ کان ورتائين. مولوي عبدالقيوم بختيارپوري، مولوي لعل محمد مٽياروي ۽ مخدوم حسن الله پاٽائيءَ وٽان ديني علمن جي تعليم ورتائين. باقي علمن جي تحصيل مولوي خير محمد مگسي وٽ حاصل ڪيائين. پاڻ عربي، فارسي ٻولين ۽ ديني علمن جو وڏو ڄاڻو هو. پنهنجي والد خواجہ محمد حسن جان سرهنديءَ کان پوءِ درگاهہ جو سجاده نشين ٿيو. پاڻ ڪيترن ئي ديني ڪتابن جو

مصنف ۽ مولف رهيو. خواجه صاحب کي غلام صديق جان، آغا غلام علي جان، مولانا غلام نبي جان ۽ آغا محمد سعيد جان نالي فرزند ٿيا.

**خواجه غلام حسين ملنگ**: سنڌ جي مشهور مرثيي گو شاعر خواجه غلام حسين ملنگ 1904ع ڌاري اباڻي ڳوٺ ننڍي شهر، ضلعي بدين ۾ جنم ورتو. پنج درجا سنڌي پڙهي ڳوٺ جي هڪ مولوي صاحب وٽ فارسيءَ جي تعليم ورتائين. سندس والد سيٺ غلام علي پنهنجي وقت جو سنو واپاري هو. ان ڪري پاڻ به اهو ڌنڌو اختيار ڪيائين. لاڙ ۾ سڀ کان پهرين جن چئن ماڻهن سر آغا خان جي بيعت ٽوڙي اسماعيلي عقيدي کي ڇڏيو، تن مان سيٺ غلام حسين هڪ هو. ان کانپوءِ هنن اثنا عشري عقيدو اختيار ڪيو. هن وقت لاڙ ۾ اثنا عشري عقيدي واري سموري خواجه برادري هنن چئن بزرگن جو اولاد آهي. خواجه غلام حسين تي هنن سرگرمين جو گهڻو اثر پيو ۽ اهل بيت سان عقيدت جي اظهار ۾ هن پاڻ کي ملنگ مشهور ڪيو. پاڻ 1928ع کان شاعري ڪيائين. شاعريءَ ۾ مداحون، نعتون، سلام، نوحا ۽ مرثيا گهڻي انداز ۾ چيا اٿس. سندس آواز ۾ گهڻو سوز هو. سهرا ۽ ڳيچ لاڙ پاسي ڪافي مقبول آهن. غلام حسين ملنگ جي وفات 1953ع ۾ ٿي.

**خواجه غلام فريد**: مشهور صوفي شاعر ۽ بزرگ خواجه غلام فريد، 1261هه/1845ع ڌاري سرائيڪي علائقي ڪوٽ مٺڻ (پنجاب) ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو خدا بخش ۽ لقب 'محبوب الاهي' هو. سندس واسطو فاروقي خاندان سان هو. خواجه فريد ابتدا کان ئي علم ۽ عرفان جو شائق هو. هن جي پوري خاندان جو لاڙو درويشيءَ طرف هو. خواجه فخرالدين، خواجه غلام فريد رح جو ننڍو ڀاءُ به ڪماليت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. خواجه فريد سندس طالب ٿيو هو ۽ ڪانئس ئي قرآن مجيد، حديث، تفسير، فقه ۽ هين علمن: تاريخ ۽ جاگرافيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. ڀاءُ جي وفات کان پوءِ گادي نشين ٿيو. سندس دستاربندي بهاولپور جي نواب صادق خان ڪئي. پنهنجي ڀاءُ خواجه فخرالدين کي خواجه فريد، پنهنجي شاعريءَ ۾ وڏي عقيدت سان ڳايو آهي:



گهول گهتان مٺن فخر جهان تئون، جنت حور قصور،

اکيان فخر الدين مٺل ڏيان، تن من ڪيتم چور.

جڏهن خواجه فخرالدين 1288هه/1871ع ڌاري رحلت ڪئي ته سندس وڇوڙي جي غم ۾ خواجه غلام فريد مديني شريف وڃي نڪتو خيرپور ميرس ۾ درازا شريف وارن فاروقي فقيرن سان سندس وڏي اُنسيت هئي. خواجه غلام فريد رحه سال 1319هه/1901ع ڌاري رحلت ڪئي. سندس آرام گاهه ڪوٽ مٺڻ ۾ آهي. خواجه صاحب جي شاعريءَ ۾ هجر فراق جون رقت آميز ڪيفيتون موجود آهن. سندس ڪلام جي مطالعي دوران ماڻهو ازخود دردگداز سان معمور ٿيو پوي.

خواجه فريد رحه وحدة الوجود همه اوست جي وجد ۽ حال کي پنهنجي شاعريءَ ۾ وڏي وضاحت سان پيش ڪيو آهي. خواجه فريد سرائيڪيءَ ۽ سنڌي، جو زبردست شاعر ٿي گذريو آهي. خواجه فريد نه رڳو سرائيڪي علائقي، پر سنڌ ۾ به اوترو ئي مقبول آهي. سندس ڪلام عارفانه ڪلامن جي سري هيٺ سنڌ جي سمورين ريڊيو اسٽيشنن تان نشر ٿيندا رهندا آهن. استاد منظور علي خان، عابده پروين کان وٺي هر وڏو ۽ ننڍو فنڪار خواجه غلام فريد جو ڪلام عقيدت سان ڳائيندو آهي. خواجه صاحب شاهه لطيف ۽ سچل سرمست کان ڪافي متاثر هو. ديوان فريد ۽ ڪلام فريد ۾



خواجه غلام فريد جو مقبرو

اهڙيون ڪيتريون ڪافيون ملنديون، جن ۾ اهو اثر ظاهر آهي. خواجه غلام فريد وقت جو شاعر هو. هن انگريز اقتدار جي شاعريءَ ۾ مخالفت ڪندي چيو آهي ته: "پٽ انگريزي ٿاڻي". خواجه غلام فريد جو ڪلام 'ميڏا عشق وي تون' پٺاڻي خان اهڙيءَ رقت ۽ عقيدت مان ڳاتو آهي، جو هيءَ ڪلام سنڌ ۽ هند جو مقبول ترين ڪلام بنجي پيو آهي.

**خواجه غلام محمد نقشبندي**: خواجه غلام محمد نقشبنديءَ جو تعلق بکر سان هو. پنهنجي دور جو نامور جيد عالم ۽ صوفي بزرگ ٿي گذريو آهي. سندس اصل نالو غلام محمد ۽ لقب خواجه حافظ هو. کيس عربي، فارسي، پنجابي ۽ اردو زبان تي عبور حاصل هو. هُو پهرين جامع مسجد قطب شاهه بکر جو خطيب ٿي رهيو. ان بعد بکر ۾ هڪ 'جامع مسجد' ٺهرايائين. هن سيپٽمبر 1886ع ۾ مرڪزي عيدگاهه بکر جو بنياد رکيو ۽ ان کي بادشاهي مسجد جي طرز تي تعمير ڪرايو. جامع مسجد ۽ عيدگاهه سندس يادگار تعميرات ۾ شامل ٿين ٿيون. خواجه غلام محمد، 14 ڊسمبر 1936ع تي وفات ڪئي. سندس مزار مرڪزي قديمي عيدگاهه بکر ۾ آهي.

**خواجه فريدالدين 'عطار'**: تصوف جي عظيم ايراني شاعر، حڪيم ۽ تذڪره نويس، خواجا فريدالدين 'عطار' جو اصل نالو ابو حميد بن ابوبڪر ابراهيم هو. هن 43-1142ع ڌاري نيشاپور، ايران ۾ جنم ورتو. نيشاپور ان وقت خراسان جو اهم شهر هو. هن جو والد پسارڪي ڌنڌي سان واڳيل هو. وقت جو مڃيل حڪيم تصور ڪيو ويندو هو. هن ننڍيءَ ڄمار ۾ پنهنجي والد سان ان ڌنڌي ۾ هٿ ونڊايو ۽ اڳتي هلي حڪمت جو بهترين ڄاڻو ٿيو. پنهنجي والد جي وفات بعد سندس ڌنڌي کي وڌيڪ وسعت ڏنائين. هن کي صوفياڻي تعليم پنهنجي والد ڏني ۽ هاراٽي وهيءَ ۾ صوفين جي تعليم ۽ سندس زندگيءَ جي طور طريقن کان واقف ٿيو. منجهس روحانيت ڏانهن لاڙو اتان ئي پيدا ٿيو. هن حڪمت جي ڪاروبار سانگي ڪيترن ئي شهرن ۽ ملڪن جهڙوڪ: بغداد، بصري، ڪوفي، مديني، مڪي، دمشق، خوارزم، ترڪستان ۽ هندستان جو سفر ڪيو. سفر دوران ڪيترن صوفين سان سندس ملاقاتون ٿيون، جن سان مٿس تصوف جو رنگ غالب ٿيندو ويو.

’رياض العارفين‘ ۾ لکيو ويو آهي ته: نيشاپور جا سڀ ڪارخانا فريدالدين عطار جا هئا. هن لاءِ هڪ روايت ملي ٿي ته: هڪ پيري هيءُ پنهنجي دڪان تي ويٺو هو ته هڪ فقير اچي سندس دڪان آڏو لانگهائو ٿيو ۽ دڪان جي ساز سامان ۽ آرائش کي ڪافي دير تائين غور سان ڏسڻ لڳو ته هن ناراض ٿي فقير کي ڇڙٻ ڏيندي چيو ته، ”پنهنجو وقت چو پيو ضايع ڪرين، پنهنجو رستو وٺ“.


خواجه فريدالدين ’عطار‘ جي خيالي تصوير

فقير وراڻيو: ”تون پنهنجي ڳڻتي ڪر، منهنجو وڃڻ ڪو ڏکيو نه آهي“. ائين چئي فقير سندس دڪان آڏو ليٽي پيو ۽ سندس دم پرواز ڪري ويو. ان حادثي مٿس گهرو اثر ڇڏيو ۽ هن ٺٽ ٺانگر واري زندگي ترڪ ڪري، فقيري اختيار ڪئي. تذڪري نگار لکن ٿا ته ان ڪيفيت ۾ هن ڌنڌي سان گڏ پاڻ کي لکڻ ۾ مصروف رکيو. ’مصيب نامه‘ ۽ ’الاهي نامه‘ انهيءَ زماني ۾ تصنيف ڪيائين. هن پنهنجين لکڻين ۾ هڪ هنڌ مجدد الدين بغداديءَ کي استاد تسليم ڪيو آهي. مٿس ايراني شاعرن رومي، حافظ، جامي ۽ نوائيءَ جو وڏو اثر هو. هن صوفياڻي علم جو وسيع مطالعو ڪيو ۽ صوفي ازم جي وڏن سلسلن کي متعارف ڪرايو. هن پنهنجي ڪلام ذريعي انسانيت محبت کي انسانيت جو معراج سڏيو آهي. هن ’عطار‘ نالو پيشي جي لحاظ کان کتب آندو، جنهن جي معنيٰ آهي: ’طبيب، دواساز، عطر ناهيندڙ، عطر فروش‘.

ايران ۾ ان زماني ۾ گهڻيون دوائون جڙين ٻوٽين مان ناهيون وينديون هيون. ان ڪري فريدالدين عطار کي ان زماني ۾ اڄ جي ڊاڪٽر ۽ ڪيميادان جهڙي حيثيت حاصل هئي.

هن غزلن جا ڪيترا ديوان ۽ مثنويون لکيون، جن ۾ صوفين جا تذڪرا آهن. سندس مشهور ڪتابن ۾: (1) ديوان، (2) اسرار نامه، (3) منطق الطير، مقامات الطيور، (4) مصيب نامه، (5) جواهر نامه، (6) شرح القلب، (7) بلبل نامه، (8) حيدر نامه، (9) گل دهرمز (10) سياه نامه، (11) نشتر نامه، (12) تذڪره الاولياء، (14) رباعين ۽ غزلن جو ديوان شامل آهن. فريدالدين عطار جي خيالن جي صاف بياني نهايت ئي قابل قدر آهي. سندس ڪلام ڪيترن ملڪن جي ڪلا سيکي راڳين ڳايو آهي. ڪيس ايران جي صوفياڻي شاعري ۽ موسيقيءَ ۾ وڏي اهميت ۽ حيثيت حاصل آهي. چنگيز خان جڏهن نيشاپور تي حملو ڪيو ته هڪ مغل هن صوفي بزرگ، فريدالدين عطار کي شهيد ڪري ڇڏيو. سندس شهادت جو واقعو 1220ع ڌاري نيشاپور ۾ پيش آيو جڏهن ڪيس شهيد ڪندڙ مغل کي خواجا


خواجه فريدالدين ’عطار‘ جو مقبرو

صاحب جي بزرگي ۽ عظمت جي ڄاڻ حاصل ٿي ته سچي ڄمار سندس مزار جو مجاور ٿي رهيو فريدالدين عطار جو فردوسي، سنائي، خواجا عبدالله انصاري، حلاج ابو سعد ابوالخيار، بايزيد بسطاميءَ تي نمايان اثر آهي. عطار جو تذڪرو سندس ٻن همعصرن عوفي ۽ طوسيءَ اهميت سان ڪيو آهي. سنڌي توڙي اردو شاعريءَ تي خواجه فريد الدين عطار جو وڏو اثر آهي. منصور ثاني سچل سرمست، بيدل ۾ رکيل شاه ۽ ٻين صوفين خواجه عطار کي تمام گهڻو ڳايو آهي. سندس ڪتاب ’منطق الطير‘ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو غلام حسين جلباڻيءَ ”پکين جي پارليامينٽ“ عنوان سان ڪيو هو جيڪو سنڌي ادبي بورڊ ڇپايو آهي.

**خواجه گل حسن (پير بادشاه)**: خواجه گل حسن امام العارفين جو فرزند هو. هي تمام وڏو اهل الله ۽ درگاه لنواريءَ جو ستون مسند نشين ٿي گذريو آهي. خواجه گل حسن، 30 آگسٽ 1909ع تي لنواري، ضلعي بدين ۾ جنم ورتو. باهمت ۽ خوش اخلاق ۽ سنجيده مزاج هو. هميشه حق ۽ سچ جي پرچار ڪيائين. وٺائنس ڪڏهن به ڪو سوالي خالي نه موٽيو. پير علي محمد راشدي پير صاحب بابت لکيو آهي ته: ”حضرت پير بادشاه خواجه گل حسن هڪ ڪامل پير سان گڏ هڪ سٺو انسان پڻ هو. پاڻ اعليٰ پايي جو درويش ۽ جامع الصفات پير هو. هِن جهڙو پير وري سنڌ ڪونه ڏسندي.“



پير صاحب 44 سال مسند تي رهيو. هن پنهنجي ڳوٺ کي بجلي، واٽر سپلاءِ، هاءِ اسڪول ۽ گرلس مڊل اسڪول جهڙيون سهولتون ڏياريون. غريبن ۽ اميرن کي هڪ نظر سان ڏسندو هو. مريدن ۾ ڪنهن به قسم جي لالچ نه رکندو هو. غريب شاگردن کي ڪتاب ۽ ڪپڙا وٺي ڏيندو هو ۽ بيمارن جي علاج جو خرچ پريندو هو. شريعت جو پابند، مريدن کي نماز، روزي جي سختيءَ سان تاڪيد ڪندو هو. قرآن شريف ۽ حديث جي روشنيءَ ۾ ماڻهن جا مسئلا حل ڪندو هو. پنهنجي وقت جو سٺو حڪيم به هو. حڪمت جي اعليٰ ڊگري به حاصل ڪئي هئائين. گهڻو وقت ڪتابن جي مطالعي ۾ گذاريندو هو. عيد يا ڪنهن خاص ڏينهن تي دوستن ۽ مريدن کي سوکڙيون پاکڙيون موڪلي ڏيندو هو. غير معمولي ذهانت جو مالڪ هو. ڪيس سنڌي، گجراتي، اردو، فارسي ۽ انگريزيءَ تي عبور حاصل هو. هن فقير صفت بزرگ 16 سيپٽمبر 1982ع تي ڪراچيءَ ۾ وفات ڪئي.

**خواجه گل محمد**: خواجه گل محمد، لقب محبوب الصمد، سلطان الاولياء خواجه محمد زمان اول جو فرزند هو. سندس جنم 11 ربيع الاول 1177ھ/1763ع ۾ ٿيو. والد جو سائنس بيحد پيار هو ۽ ڪيس لاڏ ڪوڏ سان پاليائين. هن فرزند جي مقام ۽ مرتبي جي اهڃاڻن مان ئي پرکي ورتو هو. قرآن شريف ۽ فارسي پڙهڻ کان پوءِ ڪيس مولانا شرف الدين شهداد پوريءَ وٽ صرف و نحو ۽ علم عروض پڙهڻ لاءِ وهاريو ويو. ننڍپڻ ۾ سندس گهڻو لاڙو سلوڪ ڏانهن هو. اڃا ٻارهن ورهين جي ڄمار جو هو ته سندس والد وفات ڪري ويو. سندس مسند نشيني واري سوال تي ڪن خليفن اعتراض اٿاريو ته

خواجہ گل محمد اجا ٻار آهي، سو مريدن جي ڪهڙي تربيت ڪري سگهندو. انهيءَ تي مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي، شيخ ابوطالب ۽ ٻين بزرگن چيو تہ هي باطني معاملو آهي. اسان کي نينگر جي چمار ڏسڻ نہ گهرجي. پوءِ خواجہ محمد زمان جي وفات کان ٽئين ڏينهن خواجہ گل محمد کي مسند تي ويهاريو ويو. اول شيخ عبدالرحيم سندس بيعت ڪئي، پوءِ ٻين وڏن خليفن شيخ ابوطالب، حاجي طاهر، حافظ هدايت الله ۽ ٻين بيعت ڪئي. هن بزرگ جي وفات ربيع الثاني 1218هہ/آگسٽ 1803ع ۾ ٿي.

**خواجہ محب علي:** لاڙ جي سماجي خدمتگار محب علي خواجہ 1910ع ڌاري ٽنڊي محمد خان ۾ سيٺ رمضان عليءَ جي گهر ۾ جنم ورتو سندس وڏا 'رڙيءَ' جي مشهور شاهوڪار سيٺ مينهن ڏني جي خاندان مان هئا، جيڪي رڙي شهر مان لڏي ميرپور بٺوري ۾ اچي آباد ٿيا ۽ پوءِ ٽنڊي محمد خان ۾ اچي وسيا. هن شروعاتي تعليم ٽنڊي محمد خان مان حاصل ڪئي، جيڪو سندس ناناڻڪو شهر هو والد ڪيس مئٽرڪ تائين پڙهايو پيءُ جي وفات کان پوءِ زميندارِي وارو ڪاروبار سنڀالڻ لڳو هزهائينس آغا خان ٽنڊي تريل ڪائونسل جو ڏهہ سال صدر رهيو ان کان پوءِ کيس اسماعيليہ سپريم ڪائونسل براءِ پاڪستان جو ميمبر مقرر ڪيو ويو ۽ ڪراچي ضلعي لوڪل بورڊ جو ميمبر پڻ ٿيو سنڌ مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪميٽيءَ جو ميمبر بہ هو لاڙ جي زميندارن جي ائسوسيئشن جو نائب صدر رهيو ۽ آخر ۾ ٽنڊي محمد خان ميونسپل ڪميٽيءَ جو ميمبر منتخب ٿيو محب علي خواجہ وڏو سخي مرد هو. تعليم جي ڏس ۾ سندس خدمتون وسارڻ جوڳيون ناهن. گهڻن مان غريب ٻارن کي پنهنجي اولاد سان گڏ رهائيندو هو ۽ پنهنجي هڙان وڙان خرچ ڪري پڙهائيندو هو. مشهور عالم ۽ لسانيات جي ماهر ڊاڪٽر غلام علي الانا بہ وٽس تعليم حاصل ڪئي. هو ڪيس اولاد وانگر پاليندو هو سيٺ محب علي راڳ جو وڏو ماهر ۽ شوقين هو. پاڻ سان ميرپور، بدين، جاتي، ۽ شاهبندر جي راڳيندڙن جو ٽولو هميشہ گڏ رکندو هو. محب علي خواجہ 1967ع ڌاري وفات ڪئي. سندس آخري آرام گاهہ ميرپور بٺوري کان چار ميل ڏکڻ طرف سيد محمد علي شاهہ جي درگاهہ جي اوير ۾ آهي، کيس سندس وصيت موجب خانداني قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو.

**خواجہ محمد اشرف ويهڙائي:** صوفي بزرگ حضرت خواجہ محمد اشرف جان نقشبندي 1919ع ڌاري ڳوٺ ويهڙ تعلقي سيوهڻ ۾ جنم ورتو هن ابتدائي تعليم خدا آباد شهر پرسان ڳوٺ يار محمد ڪلهوڙي ۾ پنهنجي ناني عبدالله عرف قيصر فقير کان حاصل ڪئي جنهن کانپوءِ سنڌ جي مشهور شهر سن جي پرسان ڳوٺ سرائي سولنگيءَ ۾ استاد محمد ڪامل کان تعليم حاصل ڪيائين. جيڪو ان وقت جو جيد عالم هو هو ديني ۽ علمي مسئلن ۾ گهڻو سرگرم رهيو ۽ وسيع معلومات جو مالڪ هو هن فقيري جي راهہ ۾ زبردست جفاڪشي ڪئي. شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جون منزلون طئي ڪرڻ بعد خلق جي خدمت ڪرڻ کي اهميت ڏنائين ۽ سچي زندگي انسان ذات جي ڀلائيءَ ۽ بهبودي لاءِ وقف ڪري ڇڏيائين. هن جي صحبت ۾ ڪيترا ڀٽڪيل ماڻهو نيڪ ۽ صالح بنجي ويا.

سندس نقشبندي طريقي جي پوئلڳن جو وڏو تعداد پاڪستان ۽ ٻاهرين ملڪن عربستان، ايران، مصر، چين ۽ عرب امارات ۾ موجود آهي. وڏو سخي ۽ مهمان نواز هو هميشہ غريبن ۽ يتيمن جي مدد ڪندو ۽ پائيپي، رواداري ۽ اخوت جي تلقين ڪندو هو هن 24 ڊسمبر 1998ع تي وفات ڪئي. سندس آخري آرامگاهہ ويهڙ شريف ۾ والد جي مزار پرسان آهي.

**خواجہ محمد حسن لنواريءَ وارو:** لنواريءَ جو مشهور بزرگ خواجہ محمد حسن، خواجہ محمد زمان ثانيءَ جو فرزند هو. سندس جنم 5 محرم الحرام 1235 هجري مطابق 24 آڪٽوبر 1819ع تي لنواريءَ (ضلعي بدين) ۾ ٿيو والد محترم جي وفات وقت سندس عمر 11 ورهيہ هئي. سندس والد وصال کان اڳ، پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي، پنهنجي صاحبزادي کي خلافت جي مسند تي ويهاري، سندس بيعت ڪرڻ لاءِ چيو هو سڄيءَ جماعت دل ۽ جان سان سندس حڪم جي پوئواري ڪئي هئي. صاحبزادو خواجہ محمد حسن ننڍيءَ عمر ۾ علم ڏانهن راغب هو ۽ نماز روزي جو پابند هو خاص ڪري رمضان جي مهيني ۾ اڪثر عبادت ۽ مراقبي ۾ گذاريندو هو فجر جي نماز پڙهي، اوطاق ۾ ايندو هو قرآن پاڪ جي تلاوت ۽ نفلن پڙهڻ کان واندو ٿي، عام مجلس ۾ ويهندو هو خواجہ صاحب جو لنواري درگاهہ جي وڏن بزرگن ۾ شمار ٿيندو هو ۽ نقشبندي سلسلي جي تعليم ڏيندو هو.



خواجہ محمد حسن حديث، فقہ ۽ تصوف جي تعليم وٺي صاحب علم ۽ فضل ٿيو سندس ملفوظات ۾ علم ۽ عرفان جا موتي موجود آهن. هو ڪرامتن جو قائل هو ۽ چوندو هو تہ "اسان جي طريقي ۾ ڪرامتن ڪرڻ جي منع آهي."

خواجہ محمد حسن جي حياتيءَ جو گهڻو حصو حرمين شريفين جي زيارتن ۾ گذريو ڇهہ حج ڪيائين. خواجہ محمد حسن 7 صفر 1298هہ مطابق 9 جنوري 1981ع تي مديني شريف ۾ وفات ڪئي. کيس وصيت موجب مرقد قبہ اهلبيت ويجهو جنت البقيع ۾ خواجہ محمد پارسا جي قبر لڳ دفنايو ويو. کيس ٽن پٽن خواجہ محمد سعيد، خواجہ عبدالقادر ۽ خواجہ عبدالرحمان جو اولاد هو. خواجہ محمد حسن پنهنجي وڏي فرزند خواجہ محمد سعيد کي پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي جاءِ نشين مقرر ڪري ڇڏيو هو ۽ والد جي حج تي وڃڻ دوران سڀ ڪم ڪاريون وڏيءَ ڏاهپ ۽ دانائيءَ سان ڪندو هو *(حوالو: لنواريءَ جا لال: ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي)*

**خواجہ محمد زمان (ٻيو):** حضرت خواجہ محمد زمان (ٻيو) ولد خواجہ گل محمد تيرهين صدي هجريءَ جي انهن برگزيده اوليائن ۽ عالمن مان هو جن جي روحاني ۽ علمي شهرت سنڌ جي حدن مان نڪري، ٻاهرين اسلامي ملڪن تائين پهتي. غوث علم جي لقب سان مشهور هن بزرگ 1199هجري/جولاءِ 1785ع ۾ جنم ورتو روايت آهي تہ جن فقيرن سلطان اولياء خواجہ محمد زمان

اول کي ڏنو هو. تن جو چوڻ هو تہ خواجہ محمد زمان ثاني شکل شباهت ۽ ٻين وصفن ۾ هوبهو پنهنجي ڏاڏي جهڙو هو. سندس والد جو منجهس ساهہ هوندو هو. گادي نشينيءَ وقت سندس عمر اوڻيهہ ورهيہ مس هئي. اجا سال کن مس گذريو تہ 1804ع ۾ شاهہ شجاع الملک سنڌ تي ڪاهي آيو. خواجہ صاحب حملي جي ڪري اتان نڪري وڃي ٻئي علائقي ۾ رهيو. مڪان ۽ درگاهہ جو سڀ اسباب لٽجي ويو. هن حادثي کان پوءِ بچاءَ واسطي ڪيس ڪوٽ اڏائڻ جو خيال ٿيو ۽ اهو ڪم شروع ڪري ڏنائين. جيڪو 1881ع ڌاري جڙي راس ٿيو.

پر ستت ئي ڪن حاسدن ان وقت جي ٽالپر حاڪم مير غلام علي خان کي وڃي ورغلايو تہ اهو ڪوٽ انگريزن جي مالي امداد سان اڏايو ويو آهي. مير کي شڪ جاڳيو ۽ مٿان وري ڪيس جڏهن اها خبر پئي تہ خواجہ پنهنجي فرزند جي مائٽي ڪڇ جي جاڙيجن مان ڪرائي آهي تہ هيڪاري سندس شڪ وڌي ويو. ڇو تہ ان وقت انگريزن جي ٻيڄ ۾ واپاري ڪوٺي قائم هئي. خواجہ صاحب گهڻوئي مير صاحب کي سمجهايو، پر مير تي اثر نہ ٿيو ۽ پنهنجا ماڻهو موڪلي ڪوٽ ڊاهي پور ڪرائي ڇڏيائين. هن واقعي کان هڪ ورهيہ پوءِ خواجہ صاحب 1812ع ۾ حج لاءِ روانو ٿيو. ساڻس گڏ چاليهہ ساٿي هئا. 1830ع خواجہ حرمين کان موٽي ڳوٺ پهتو. خواجہ صاحب وقت جو وڏو عالم هو. خواجہ عبداللطيف چوندو هو تہ حضرت جن جو هڪڙو هڪڙو سخن قرآن شريف جي آيتن موافق هوندو هو. ڪڏهن بہ طمع نہ رکيائين ۽ نہ وقت جي حاڪمن آڏو هٿ ٽنگيائين. وٽس جيڪي پيسو ڏوڪڙ هوندو هو، ان کي بيت المال ۾ جمع ڪري غريبن جي پرگهور لهندو هو.

**خواجہ محمد زمان لنواريءَ وارو**: مشهور روحاني بزرگ ۽ اهم ڪلاسيڪي شاعر سلطان اولياءَ خواجہ محمد زمان، عبداللطيف نقشبنديءَ جو فرزند هو. خواجہ صاحب جي والده مولانا عبدالسلام جوڻ واري جي نياڻي هئي، جيڪو 'مرغوب الاحباب' درويش ۽ ابدال هو. خواجہ صاحب جي وڏن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ هارون الرشيد عباسيءَ جي دؤر (786ع) ۾ سنڌ ۾ آيا. هن خاندان جو حسب نسب ٽيهين پيڙهيءَ ۾ وڃي حضرت ابوبڪر صديق سان ملي ٿو ۽ خاندان جي سورهين بزرگ



شيخ مالڪ بن محمد سهروردي سلسلو اختيار ڪيو هو ۽ ان سلسلي سان سندن تعلق خواجہ محمد زمان جي پڙ ڏاڏي تائين رهيو. جڏهن تہ سندن ڏاڏي شيخ طيب بن شيخ ابراهيم نقشبندي طريقو اختيار ڪيو هي خاندان صدين تائين ٺٽي نگر ۾ سڪونت پذير هو ۽ چيو وڃي ٿو تہ سمي گهراڻي جي ابتدائي دور ۾ ڪڇ ۾ وڃي رهيو ۽ اندازن 910هہ مطابق 1504ع ۾ ٻيهر اچي سنڌ وطن ۾ رهيا. خواجہ محمد زمان جو جنم 21 رمضان 1125هہ/ 30 سيپٽمبر 1713ع تي لنواري (ضلعي بدين) ۾ ٿيو. ننڍپڻ ۾ والد وٽ قرآن شريف پڙهي پورو ڪيائين. بعد ۾ ٺٽي ۾ مولوي محمد صديق نقشبنديءَ جي مدرسي ۾ داخل ٿيو ۽ ٿوري عرصي ۾ عربي زبان ۽ علم ۾ مهارت حاصل ڪيائين. ان بعد مشهور عارف ۽ تصوف جي ڄاڻو خواجہ محمد ابوالمساڪين ولد خواجہ محمد اشرف جي صحبت ۾ داخل ٿيو. خواجہ ابوالمساڪين اڳتي هلي خواجہ صاحب جو علم ۾ ڪمال ڏسي ڪيس پنهنجي مسند تي ويهاري، پنهنجي دستار سندس سر تي رکي ۽ ڪيس بيعت ڏيڻ جي اجازت ڏني. اهڙيءَ ريت خواجہ صاحب 25 سالن جي ڄمار ۾ لنواري شريف واپس وريو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ ڪجهہ ٻيا عالم مخدوم محمد زمان جي ان مرتبي جا مخالف ٿيا. خواجہ محمد زمان پنهنجي دؤر جو وڏو عالم ۽ شاعر هو. شاهہ لطيف کان عمر ۾ ننڍو هو، پر روايتون آهن تہ شاهہ لطيف سندس علميت ۽ بزرگيءَ کان متاثر ٿي وٽس ملاقات لاءِ ويو هو. شاهہ صاحب ساڻس ملاقات کان پوءِ چون ٿا تہ هيٺيون بيت چيو هو:

مون سي ڏٺا ماءُ، جنين ڏٺو پرينءَ کي،
تنين سندي ڪاءِ، ڪري نہ سگهان ڳالهڙي.

خواجہ محمد زمان جو ڪلام ۽ قول سندن 'ملفوظات' ۾ موجود آهي. ڪجهہ بيت 'فردوس العارفين' ۽ ڪجهہ 'مرغوب الاحباب' ڪتاب ۾ موجود آهن ۽ ڪي چوندڙ قول مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ پنهنجي عربي 'ڪتاب الفضل' ۾ ڏنا آهن، جن جو تعداد 440 آهي. انهن مان 243 جو ترجمو ۽ شرح خواجہ گل محمد 'الورد المحمدي' ڪتاب ۾ آهي ۽ باقي 203 جي شرح سندس خاص مريد سيد نور علي شاهہ، 'تڪلمة الورد المحمدي' نالي ڪتاب ۾ ڪئي آهي. خواجہ محمد زمان جا بيت/ قول سنڌيءَ ۾ هئا، جن جو مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي عربيءَ ۾ ترجمو ڪري، شرح لکي آهي.

خواجہ محمد زمان جا 90 سنڌي بيت ملن ٿا، جن مان 84 ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي هٿ ڪري ڇپايا هئا. خواجہ صاحب جا سنڌي بيت، سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جو بي بها خزانو آهن، جن ۾ تصوف ۽ وطني محبت جا راز سمايل آهن. ڳوڙهي معنيٰ وارا آهن، جن جي روحاني سمجهاڻي گرهوڙي صاحب سهڻي انداز ۾ ڏني آهي.

خواجہ صاحب جي ڪلام ۾ وجود وساري حق ۾ گم ٿيڻ جي تعليم آهي. سندس ڪلام حڪمت ۽ عرفان جو ڀنڊار آهي. خواجہ محمد زمان جو پهريون سوانح نگار سندس همعصر ۽ مشهور تاريخ نويس مير علي شير قانع آهي، جنهن مشهور ڪتاب 'تحفة الڪرام' ۾ لکيو آهي تہ: "ميان محمد زمان، اڄڪلهہ جو مرشد ۽ ميان ابوالقاسم نقشبندي ۽ ميان محمد نقشبندي ٺٽويءَ جي مريدن مان آهي. ڏاڍو هدايت وارو. نقشبندي سلسلي جي مريدن جو مرجع ۽ وڏين ڪرامتن جو صاحب آهي. هن وقت بدين جي ويجهو لنواريءَ جي ڳوٺ ۾ رهي ٿو. هڪ دنيا کي فيض جي درياهہ مان سيراب ڪري رهيو آهي. گهڻن ماڻهن جو اعتقاد آهي تہ هن وقت سندس وجود بينظير آهي. ڪنهن بہ پيدائش نہ هوندي وٽس عام مهمان خانو هلي ٿو عجب هي آهي تہ هڪ ٽولو حقيقت کي سمجهڻ کان سواءِ رڳو ظاهر تي مٿس طعنہ زنيءَ ۾ مشغول آهي." خواجہ صاحب جو ڪلام فڪرانگيز ۽ معنيٰ خيز آهي. عارفن ۽ عاشقن جو بيان هن ريت ڪيو اٿس:

عارف ۽ عاشق، پسڻ گهرن پرينءَ جو،
جنت جا مشتاق، اجا اورانهان ٿيا.

خواجہ محمد زمان جي وفات 4 ذوالقعد 1188هہ/6 جنوري 1775ع تي ٿي.

**خواجہ محمد سعيد:** بزرگ خواجہ محمد سعيد 1847ع ڌاري لنواري شريف تعلقي بدين ۾ ڄائو. جوانيءَ ۾ مڪي شريف ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. ان ڪري کيس 'مڪي' سڏبو هو. سندس هڪ ڪتاب 'صقال الضمائر' 1894ع ۾ شايع ٿيو. هن 18 ڊسمبر 1944ع تي وفات ڪئي. سندس ڪلام نبي اڪرم صلي الله عليہ وسلم جي عشق سان مالا مال آهي. پر اهو اڃا شايع نہ ٿيو آهي.

**خواجہ محمد شريف طوسي:** ناميار صحافي ماهر تعليم ۽ تحريڪ پاڪستان جي ڪارڪن محمد شريف طوسيءَ 5 جولاءِ 1900ع تي امرتسر ۾ جنم ورتو. 1942ع کان 1943ع تائين قائداعظم جو پوليٽيڪل سيڪريٽري رهيو. 'ايسٽرن ٽائيمز' جو ايڊيٽر رهيو. 1933ع کان 1957ع تائين وزيرآباد جي، ايم. بي. هاءِ اسڪول جو هيڊ ماستر رهيو. هن ايسٽرن ٽائيمز ۽ ڊان ۾ پاڪستان جي حق ۾ ڪيترا مضمون ۽ ڪالم قلمي نالي اي. آر. ٽي سان لکيا آهن. سندس ڪتابن ۾: (1) 'پاڪستان ڪي تحريڪ آزادي'، (2) Pakistan and Muslim India، (3) National in Conflict in India، (4) India's Problems of her future constitution قابل ذڪر آهن. هن 28 اپريل 1983ع تي وفات ڪئي.

**خواجہ محمد صالح ڪڙائي:** نامور بزرگ خواجہ محمد صالح 1727ع ڌاري دولتپور صفن کان ٻہ ميل پري ڳوٺ ڪڙ ضلعي نواب شاهہ (موجوده بينظيرآباد) ۾ جنم ورتو. ڳوٺ ڪڙ جي نسبت سان 'ڪڙائي' مشهور ٿيو. رياضتن جو صاحب هو. زندگيءَ جو گهڻو حصو سير ۽ سياحت ۾ صرف ڪيائين. روم، عرب، تاجڪستان، ترڪستان ۽ هندستان ويو. آخر لنواري شريف ۾ اچي حضرت سلطان الاولياءَ خواجہ محمد زمان جي صحبت اختيار ڪيائين. جتي کيس فيض مليو ۽ اڳتي هلي خواجہ جو خاص خليفو ٿيو. علمي حوالي سان بلند درجو رکندو هو. مير غلام علي ٽالپر پنهنجي پاءُ مير فتح علي خان ٽالپر جي وفات کانپوءِ گاديءَ تي ويٺو. کيس مرشد جو ايڏو ادب هوندو هو جو ڪڏهن بہ لنواري شريف ڏانهن پير ڪري نہ ستو. خواجہ صاحب جي وفات 28 جنوري 1786ع تي ٿي. هر سال 27 ربيع الاول تي سندس عرس ملهايو ويندو آهي.

**خواجہ معين الدين:** پاڪستان جي ناميار ڊراما نگار ۽ هدايتڪار معين الدين خواجہ 1924ع ڌاري حيدرآباد دکن ۾ جنم ورتو ورهاڱي بعد 1948ع ۾ ڪراچي سنڌ ۾ لڏي آيو جتي هڪ اسڪول ۾ استاد مقرر ٿيو هن پاڪستاني ٿيٽر کي ڪافي لازوال ڊراما ڏنا. ڪراچيءَ ۾ 'ڊراما گلڊ' نالي هڪ ادارو قائم ڪيائين. جنهن جو باني پاڻ ۽ سيڪريٽري آغا ناصر هو. خواجہ معين الدين جي پيش ڪيل ڊرامن ۾: (1) 'لال قلعي سي لالوکيت تڪ'، (2) 'نيا نشان'، (3) 'واديءِ ڪشمير'، (4) 'مرزا غالب'، (5) 'بند روڊ پر' ۽ (6) 'تعليم بالغان' قابل ذڪر آهن. سندس ڌيءَ حسينہ معين بہ مشهور ڊرامانگار آهي. خواجہ معين الدين 1971ع ڌاري وفات ڪئي.

**خواجہ ميان عبدالحق:** سنڌ جي مشهور بزرگ، عالم ۽ اهل الله، خواجہ ميان عبدالحق جو تعلق درازا سان هو ۽ خواجہ محمد حافظ عرف ميان صاحبڏني جو پيو فرزند هو. جنهن کي موراڳي سوائي بہ سڏيو ويندو هو. سندس جنم 1120هہ مطابق 1708ع ۾ ٿيو والد جي وفات کان پوءِ خواجہ ميان عبدالحق درازن جي درگاهہ جو مسند نشين ٿيو هي سنڌ جي نامور صوفي شاعر سچل سرمست جو سڳو چاچو هو. خواجہ عبدالحق ابتدائي تعليم پنهنجي والد کان حاصل ڪئي، ان کان پوءِ پنهنجي وقت جي مشهور عالمن کان سکيا ورتائين. هو عربي، فارسي، فقہ، حديث ۽ تفسير جو وڏو عارف هو. ڪيترا ماڻهو کانئس فيضياب ٿيا. خواجہ عبدالحق فارسي ٻوليءَ جو قادر الڪلام شاعر بہ هو. هن سنڌيءَ ۾ بہ ڪجهہ بيت چيا، جن ۾ روحاني رمزن کي واضح ڪري بيان ڪيو ويو آهي. سچل سرمست جي روحاني ۽ فڪري تربيت خواجہ صاحب اهڙي ڪئي، جو سچل سرمست تصوف جون منزلون طئي ڪري بزرگيءَ ۽ ولايت جي منزل تي پهتو.

سچل سرمست کيس عقيدت مان 'مرشد' سڏيو آهي. جنهن جو اظهار پنهنجي شاعريءَ ۾ هن ڪيترن هنڌن تي ڪيو آهي. فارسي توڙي سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام ۾ خواجہ صاحب سان سندس عقيدت جو رنگ ڏسي سگهجي ٿو.

خواجہ عبدالحق 94 سالن جي ڄمار ۾ 1214هہ مطابق 1799ع ۾ وفات ڪئي. سندس مزار سچل سرمست جي روضي ۾ آهي. خواجہ صاحب جي مزار تي ڪتبو بہ سچل سائينءَ جو چيل آهي:

مرشد ڪامل حقيقت يار،
وارث دين احمد مختيار،
گو هر بحر انہ واحد،
ليس في الدار غيرہ ديار.
1214هہ

**خواجہ مير درد:** خواجہ مير بن خواجہ محمد ناصر عنادليب، اردوءَ جو مشهور شاعر ٿي گذريو آهي. هن 1133هہ/1721ع ۾ دهليءَ ۾ جنم ورتو. والد جي وفات کان پوءِ مسند نشين ٿيو. دهلي سلطنت جي تباهيءَ واري دور ۾ حملي وقت موجود هو. تفسير، حديث، تصوف ۽ ٻين علمن جي ڄاڻ رکڻ سان گڏ موسيقيءَ ۾ بہ مهارت رکندو هو. هر مهيني جي ٻين ۽ 24 تاريخ تي هن وٽ سماع جي محفل ٿيندي هئي، جنهن ۾ عالم ۽ امير شريڪ ٿيندا هئا. هن هڪ سئو يارهن عنوانن تي تصوف جون رمزون ۽ معاملا بيان ڪيا آهن. آزاد 'آب حيات' ۾ لکي ٿو تہ: "درد جي شاعريءَ جو بنيادي امتياز اهو آهي تہ تصوف جهڙو هن لکيو اردوءَ ۾ اڄ تائين ڪنهن بہ ناهي لکيو". درد جي غزلن ۾ صوفيائڻ خيالن سان گڏ مجازي عشق بہ نظر اچي ٿو انهن ۾ مجاز ۽ حقيقت گڏ گڏ نظر اچن ٿا. هن جي فارسي شاعريءَ جي ڀيٽ ۾ اردو شاعري بهتر آهي. فارسيءَ ۾ سندس رباعيون زبردست آهن. مشهور جرمن اسڪالر اينيميري شمل سندس صوفيائي شاعريءَ ۽ موضوعن جي ڀيٽ شاهہ لطيف سان ڪرڻ خاطر هڪ ڪتاب 'Pain and Grace' لکيو هو. جنهن ۾ هن لفظ Pain مير درد لاءِ ۽ Grace شاهہ لطيف لاءِ استعاري طور استعمال ڪيا آهن. هن 24 صفر 1199هہ/ 6 جنوري 1785ع ۾ وفات ڪئي.



**خواجہ ناظم الدين:** پاڪستان جي اڳوڻي گورنر جنرل ۽ وزيراعظم خواجہ ناظم الدين 19 جولاءِ 1894ع تي ڍاڪا ۾ جنم ورتو. سندس والد جو نالو خواجہ نظام الدين هو. نواب سليم الله، جنهن جو شمار آل انڊيا مسلم ليگ جي باني ۾ ٿئي ٿو، سندس مامو هو. هن ابتدائي تعليم علي ڳڙهہ مان حاصل ڪئي، اعليٰ تعليم مسلم يونيورسٽي عليڳڙهہ ۽ ڪيمبرج يونيورسٽي برطانيا مان حاصل ڪيائين. هن 28 سالن جي عمر ۾



سياست ۾ پير پاتو ۽ ڍاڪا ميونسپل ڪميٽيءَ جو چيئرمين چونڊيو ۽ مجلس دستور ساز بنگال جو ميمبر ٿيو. 1937ع ۾ هن آل انڊيا مسلم ليگ ۾ شموليت اختيار ڪئي ۽ سموري عمر ان سان ئي لاڳاپيل رهيو. خواجہ ناظم الدين متحده بنگال جو وزير تعليم، وزير داخلا ۽ وزيراعليٰ پڻ رهي چڪو آهي. هن ڪلڪتي مان روزاني اخبار 'اسٽار آف انڊيا' بہ جاري ڪئي. پاڪستان جي قيام کان پوءِ اوڀر پاڪستان جو وزيراعليٰ چونڊيو. 1948ع ۾ قائداعظم محمد علي جناح جي وفات کان پوءِ کيس پاڪستان جو گورنر جنرل چونڊيو ويو. آڪٽوبر 1951ع ۾ لياقت علي خان جي قتل کان پوءِ پاڪستان جو وزيراعظم بڻيو.

1953ع ۾ گورنر جنرل کيس غير آئيني طريقي سان هٽائي ڇڏيو، جنهن ڪري سياست کان ڪناره ڪشي اختيار ڪيائين. خواجہ ناظم الدين نہ رڳو پاڪستان جي آزاديءَ جي تحريڪ جي اهم اڳواڻن مان هو، پر محمد علي جناح جو ويجهو ۽ اعتماد وارو ساٿي بہ هو. 1965ع جي صدارتي چونڊن ۾ خواجہ ناظم الدين بہ امڪاني اميدوار هو پر هن فاطمہ جناح کي اميدوار بڻائڻ لاءِ ڪوشش ڪئي، جنهن ۾ ڪامياب ٿيو. صدارتي مهم هلندڙ ئي هئي تہ 22 آڪٽوبر 1964ع تي دل جي دوري سبب وفات ڪري ويو. ڪراچيءَ جا ناظم آباد ۽ نارٿ ناظم آباد علائقا سندس نالي سان منسوب آهن. ان کان سواءِ ڍاڪا ۽ اسلام آباد ۾ سندس نالي سان ناظم الدين روڊ منسوب آهن. *(حوالو: انٽرنيٽ ۽ پاڪستان ڪرونيڪل)*.

**خواجہ نظام الدين اولياءؒ:** خواجہ نظام الدين اولياء 636ھ/ 1238ع ڌاري بدايون ۾ پيدا ٿيو. سندس اباڻو وطن بخارا هو. سندس والد جو نالو خواجہ احمد علي الحسيني هو. والدين سندس نالو سيد محمد رکيو هيءَ اجا پنجن سالن جو هو تہ سندس والد وفات ڪري ويو. سندس والده بيبي زليخا، انتهائي عبادتگذار ۽ همت واري عورت هئي، ان هن جي تربيت ۾ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏي. قرآن مجيد مڪمل ڪرڻ کان پوءِ هن مولانا علاؤالدين صوليءَ کان فقهہ جي تعليم حاصل ڪئي ۽ قدوريءَ جهڙو اهم ڪتاب مڪمل ڪيو. ٻارنهن سالن جي عمر تائين هن لغت، ادب ۽ فقه ۾ قابل قدر دسترس حاصل ڪري ورتي. سورهن سالن جي عمر جو ٿيو تہ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي والده ۽ ڀيڻ سان گڏ دهلي هليو ويو اتي شمس الملڪ خواجہ شمس الدين خوارزمي، امام حديث رضي الدين حسن صاغاني ۽ ٻين عالمن کان شرعي ۽ فقهي علم حاصل ڪيائين.

خواجہ نظام الدين هيئت ۽ هندسہ جي علم ۾ دسترس حاصل ڪرڻ کان سواءِ علم منطق ۾ ايڏي مهارت حاصل ڪئي، جو شاگرد کيس 'منطقي' چوندا هئا.

هي تيز طبع ۽ فصيح البيان هو بحث مباحثي ۾ ٻين تي حاوي رهندو هو. دهليءَ ۾ رهڻ دوران کيس اتفاق سان رهائش جي جڳهہ شيخ نجيب الدين متوڪل جي پاڙي ۾ ملي. ان سان ملاقاتن ۾ اڪثر شيخ صاحب جي ڀاءُ بابا فريد الدين گنج شڪر جو ذڪر ٿيندو رهندو هو انهن ڳالهين سندس دل ۾ بابا فريدالدين جي ايتري محبت ۽ سڪ پيدا ڪئي، جو جڏهن هن 20 سالن جي عمر ۾ ظاهري علم مان فراغت حاصل ڪئي تہ بابا فريدالدين گنج شڪر جي خدمت ۾ اجوڌن (پاڪ پتن) وڃي پهتو ۽ اتي 15 رجب 655ھ/ 29 جولاءِ 1257ع تي سندس هٿ تي بيعت ڪيائين.

بابا صاحب کيس بيعت کان پوءِ تعليمي سلسلو جاري رکڻ جو چيو. جنهن تي خواجہ صاحب نہ رڳو بابا فريدالدين کان عوارف المعارف، ابوشڪور السالميءَ جي تمهيد ۽ ڪجهہ ٻين ڪتابن جو درس ورتو، پر سندس حڪم کي بجاآوريءَ ۾ سڄي زندگي علم حاصل ڪرڻ جو سلسلو جاري رکيو.



خواجہ نظام الدين اولياء جي مزار

بابا فريدالدين جي زندگيءَ ۾ خواجہ صاحب ٽي ڀيرا اجوڌن ۾ حاضر ٿيو ۽ اتي ڪيترائي ڏينهن رهيو. 13 رمضان المبارڪ 659ھ/ 11 آگسٽ 1261ع تي خواجہ صاحب کي خلافت جو خرقو مليو ۽ ابوشڪور السالميءَ جي 'تمهيد' پڙهائڻ جو اجازت نامو بہ مليو. ان موقعي تي بابا فريدالدين کيس نظام 'الملة الوالدين' جو لقب بہ ڏنو جنهن کان پوءِ سندس لقب 'نظام الدين' مشهور ٿيو بابا فريدالدين کيس ڪجهہ وصيتون ڪري دهلي وڃڻ جو حڪم ڏنو.

بابا فريدالدين جي وفات وقت خواجہ صاحب وٽس موجود نہ هو. پر بابا فريدالدين پنهنجو جامو، مصلو ۽ عصا کيس ڏيڻ جي وصيت ڪئي، جيڪا ڳالهہ بابا فريدالدين جي جانشينيءَ ۽ خواجہ صاحب جي خاص مقام جو اشارو ڪري ٿي.

مرشد جي حڪم سان خواجہ نظام الدين دهليءَ کي پنهنجو مستقل مرڪز ۽ مسڪن بڻايو دهليءَ ۾ سندس 50 سالن جو هي زمانو ڏاڍو يادگار گذريو اتي هن بلبن کان غياث الدين تغلق تائين جو دور پنهنجين اکين

سان ڏنو. ڪجهه حڪمرانن ڪيس ڪنهن نه ڪنهن نموني پريشان ڪرڻ جي ڪوشش به ڪئي، پر هي بزرگ مستقل مزاجيءَ ۽ ثابت قدميءَ سان اسلام جي اشاعت ۽ خلق جي خدمت ۾ مشغول رهيو. خواجه صاحب جا شروعاتي 20 سال سنا گذريا. ابتدا ۾ اٽڪل ٻن سالن تائين امير خسرو جي ناني راوت عرض وٽ رهيو. امير خسرو ان وقت اٺن سالن جو هو. هڪ ڏينهن جڏهن امير خسرو ۽ ان جو نانو گهر ۾ موجود نه هئا ته امير خسرو جي مامن خواجه صاحب کي گهران ڪڍي ڇڏيو. اها رات خواجه صاحب هڪ ڪکائين مسجد ۾ گذاري. ان کان پوءِ هن غياث پور ۾ مستقل رهائش اختيار ڪئي. هي جڳهه شهر جي هنگامن ۽ گوڙ کان پري هئڻ ڪري سندس طبيعت ۽ مزاج جي عين مطابق ثابت ٿي.

خواجه صاحب هميشه شاهي دربار کان ڪناره ڪشي اختيار رکي. ڪجهه حاڪمن هن کي پنهنجي دربار سان ڳنڍڻ چاهيو پر ناڪام رهيا. جلال الدين خلجي (689 هه/ 1290ع کان 695 هه/ 1295ع) خواجه صاحب کي هڪ ڳوٺ جاگير طور ڏيڻ چاهيو، پر هن وٺڻ کان انڪار ڪيو. ان کان پوءِ سلطان پاڻ حاضري ڏيڻ چاهي، پر خواجه صاحب ان جي به اجازت نه ڏني. علاؤالدين خلجيءَ جو پٽ خضر خان، خواجه صاحب جو مريد هو. ان مناسبت سان بادشاهه به سندس عقيدتمند هو پر سلطان طرفان حاضريءَ جي درخواست پهچڻ جي باوجود هن ساڻس ملڻ کان صاف انڪار ڪيو ۽ ڪيس اهو چوائي موڪليو ته ”غائباڻي دعا وڌيڪ مؤثر هوندي آهي.“

سلطان قطب الدين خلجي (716هه/ 1316ع کان 720هه/ 1320ع تائين) دهليءَ ۾ خواجه صاحب جو زور ٽوڙڻ لاءِ ملتان کان شيخ رڪن الدين سهرورديءَ کي گهُرايو پر هنن ٻنهي بزرگن ۾ سٺا تعلقات پيدا ٿي ويا. ان بعد سلطان پنهنجي نئين تعمير ڪرايل مسجد ۾ سمورن عالمن ۽ مشائخن کي نماز پڙهڻ جو حڪم ڏنو پر خواجه صاحب ان حڪم کي نه مڃيو. تنگ اچي سلطان هر چنڊ رات عالمن ۽ مشائخن کي دربار ۾ حاضر ٿيڻ جو حڪم ڏنو، پر خواجه صاحب دربار ۾ حاضر ٿيڻ بدران پنهنجي خادم اقبال خان کي موڪليندو هو جنهن تي بادشاهه ڪيس زوريءَ دربار ۾ آڻڻ جو فيصلو ڪيو پر بادشاهه چنڊ رات پنهنجي غلام خسرو خان هٿان مارجي ويو. اهڙي نموني غياث الدين تغلق (720 هه/ 1320ع کان 725 هه/ 1325ع تائين) به خواجه صاحب جي مقبوليت سبب ساڻس ويرُ رکيو. هن عالمن جي اسرار تي سماع واري مسئلي تي تغلق آباد ۾ هڪ مناظري ۾ خواجه صاحب کي مدعو ڪيو. خواجه صاحب قرآن ۽ سنت مان سماع جي حق ۾ وزندار دليل ۽ ڪڙا شرط بيان ڪيا. بادشاهه مقصد ۾ ناڪاميءَ تي گهڻو ڪاوڙيو ۽ هن بنگال مان خواجه صاحب ڏي حڪم ڏياري موڪليو ته سندس دهلي پهچڻ کان اڳ ئي شهر ڇڏي وڃي، پر ٿيو ائين ته تغلق آباد جو محل ڪِرڻ ڪري ان کان اڳ بادشاهه خود دنيا کي ڇڏي ويو.

غياث پور ۾ خواجه صاحب جمنا جي ڪناري تي ڪکائين ڇپر ۾ رهندو هو. ڪجهه عرصي کان پوءِ مريدن کان اجازت وٺي اتي ٽي منزله عمارت تعمير ڪرائي، جيڪا اڃا به همايون جي مقبري جي اتر ۾ موجود آهي. ان جي پهرين منزل ۾ خليفا رهندا هئا. ٻي منزل خواجه صاحب جي مجلس لاءِ مخصوص هئي ۽ ٽين منزل تي خواجه صاحب جي رهائش هئي. هڪ ڪمرو جامع مسجد جي پاسي ۾ به هو جتي جمعي جي رات رهندو هو. خواجه صاحب جو وصال جمعي 18 ربيع الثاني 725هه/ 3 اپريل 1325ع تي ٿيو. وفات کان اڳ خادم کي گهر ۾ موجود هر شيءِ فقيرن ۾ ورهائڻ جو حڪم ڏنائين. وصيعت موجب ڪيس دفن ڪيو ويو. سندس جنازي نماز شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني پڙهائي. سلطان محمد تغلق سندس قبر تي عاليشان مقبرو جوڙايو. سندس مزار اڄ به زائرين جي عقيدت جو مرڪز آهي.

خواجه نظام الدين اولياءُ صاحب تصنيف بزرگ هو. سندس ڪتابن ۾: 'فوائد الفواد'، 'راحت المحبين'، 'فصل فواد' ۽ 'سير الاولياء' شامل آهن. سندس ملفوظات جو مستند مجموعو 'فوائد الفواد' سندس مريد فارسيءَ جي مشهور شاعر حسن سنجريءَ ترتيب ڏنو.

**خواجه نظام الدين مجددي شڪارپوري**: سنڌ جي مشهور ۽ معروف بزرگ ۽ فارسيءَ جي شاعر خواجه نظام الدين مجددي ولد خواجه غلام محي الدين پشاور ۾ جنم ورتو. هن پنهنجي ڏاڏي جي نگرانيءَ هيٺ تربيت ۽ تعليم حاصل ڪئي، تصوف ۽ سلوڪ جون منزلون طئي ڪيون. جڏهن پشاور تي سکن قبضو ڪيو تڏهن هيءُ پنهنجي خاندان سميت 1806ع ڌاري شڪارپور ۾ اچي آباد ٿيو. جتي ميرن سندس تمام گهڻي عزت ڪئي ۽ ڪيس جاگير به ڏني. پاڻ نقشبندي طريقي جو بزرگ هو. خواجه نظام الدين مجددي علوي خاندانِ پاران جاگيرن ۽ نذرانن جي باوجود هن فقير ۽ درويشيءَ جي زندگي گذري.

انڪساري ۽ عاجزيءَ سان سموري زندگي گذاريائين. خانداني روايت موجب فارسي شعر به چوندو هو. سندس ڪجهه غزل ۽ مناجاتون ملن ٿيون. سندس ڪتابن ۾ 'اسرار رموز نقشبنديه' ۽ 'خمس ڪريما' قابلِ ذڪر آهن. پهرئين ڪتاب ۾ نقشبندي طريقي جي خوبين ۽ تصوف جي اسرارن جو بيان ٿيل آهي. ان ڪانسواءِ سندس ٻيا به ڪيترا ڪتاب لکيل آهن. هن بزرگ 17 رجب 1273هه/ 13 مارچ 1857ع تي وفات ڪئي. سندس مقبرو شڪارپور جي لکي دروازي وٽ آهي. ڪيس 9 فرزند ٿيا، جن مان خواجه امام الدين گادي نشين ٿيو.

**خواجه، نور افروز، ڊاڪٽر**: سنڌي ٻوليءَ جي ناميار ليکڪا، محقق ۽ نقاد، پروفيسر ڊاڪٽر نور افروز خواجه، 5 جولاءِ 1953ع تي حيدرآباد ۾ احمد علي خان خواجه جي گهر ۾ جنم ورتو. 1969ع ۾ مئٽرڪ، 1973ع ۾ بي اي، فرسٽ ڪلاس ۾ ڪيائين، جڏهن ته ايم اي، سنڌي ادب ۾ گولڊ ميڊل سان 1976ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. ان بعد هوءَ ليڪچرر طور سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌي شُعبي ۾ مقرر ٿي. ان دوران هن تحقيقي ۽ تنقيدي مضمون ۽ مقالا لکڻ شروع ڪيا. سندس 100



کان وڏيڪ تحقيقي ۽ تنقيدي مضمون سنڌي زبان جي مختلف اهم رسالن کان سواءِ هند جي اهم رسالن ۾ شايع ٿيل آهن. 1983ع ۾ اسسٽنٽ پروفيسر 1991ع ۾ ايسوسيئيٽ پروفيسر طور ترقي ماڻيائين. ان بعد هن 'ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ناول جي اوسر' عنوان تي علامہ غلام مصطفيٰ قاسميءَ جي رهنمائيءَ ۾ 1997ع ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪئي ۽ پروفيسر طور ترقي ماڻي. نومبر 2005ع کان 2011ع تائين هن سنڌي شعبي، سنڌ يونيورسٽيءَ جي پروفيسر ۽ چيئرپرسن طور خدمتون سر انجام ڏنيون. تازو کيس آرٽس فئڪلٽيءَ جو ڊين مقرر ڪيو ويو آهي. ڊاڪٽر نور افروز خواجہ سنڌي شعبي پاران نڪرندڙ 'ڪينجهر' مخزن جي ڪيترن ئي پرچن جي ايڊيٽر ۽ شاگردن جي رسالي 'ادبي منظر' جي سرپرست اعليٰ بہ رهي چڪي آهي. سنڌي شعبي ۾ قائم شاهہ لطيف ريسرچ سيل ۽ پروفيسر محرم خان ليڪچر سيريز تحت ڪيترن ئي عالمن ۽ اديبن جا مختلف موضوعن تي ليڪچر ڪرائي چڪي آهي، انهن ۾ هند سنڌ جا عالم، اديب: موتي لال جوتواڻي، هيرو ٺڪر، جيٺو لالواڻي، نند جويري، آغا سليم، ڊاڪٽر غلام علي الانا، امر جليل، مظهر الحق صديقي، الطاف شيخ، تاج جويو ۽ ٻيا شامل آهن. ڊاڪٽر صاحبہ شاهہ لطيف جي فن ۽ فڪر بابت مختلف اسڪالرن جا مقالا سنڌي شعبي طرفان ترتيب ڏئي، 'اگهيا سُٽ سندا' ۽ 'لوچيان ٿي لاحد ۾' عنوانن سان ڪتابي صورت ۾ ڇپايا آهن. ڊاڪٽر نور افروز خواجہ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ ۽ بورڊ آف اسٽڊيز جي ميمبر، شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي خيرپور ۽ وفاقي اردو يونيورسٽي ڪراچيءَ سميت مختلف يونيورسٽين جي اڪيڊمڪ ڪائونسل ۽ بورڊ آف اسٽڊيز جي ميمبر رهي چڪي آهي. ان کان سواءِ هوءَ الخير يونيورسٽي، حيدرآباد ڪئمپس، آغا خان هيلٿ سروس سنڌ ريجن، پاڪستان اسٽڊي سينٽر ڄامشوري، آغا خان تعليمي بورڊ ۽ ان جي اسٽڊي سينٽر الزهريٰ هاسٽل، حيدرآباد بورڊ جي ميمبر ۽ پبلڪ اسڪول جي گورننگ بورڊ ۽ ٻين ادارن جي ڊائريڪٽر بہ رهي چڪي آهي. هن ملڪي توڙي بين الاقوامي سطح تي منعقد ٿيندڙ 26 کان مٿي علمي ادبي ڪانفرنسن ۾ تحقيقي مقالا پيش ڪيا آهن. علمي ادبي خدمتن عيوض ڊاڪٽر نور افروز خواجہ کي ڪيترا اوارڊ بہ مليا آهن، جن ۾: انسٽيٽيوٽ آف وومين اسٽڊيز پاران بيسٽ ورڪر جو اوارڊ (1990ع)، اطلاعات کاتي پاڪستان پاران 'دي بيسٽ رائيٽر' جو اوارڊ(1999ع)، پريم ساگر پبليڪيشن، ڪراچيءَ پاران 'سامي اوارڊ' (2002ع)، اطلاعات کاتي پاران 'شاهہ لطيف اوارڊ' (2006ع)، جيئسمت نظرياتي ڪميٽيءَ پاران 'مدر آف اسٽوڊنٽس اوارڊ' (2008ع، سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران تحقيق جي موضوع تي سندس ڪتاب 'ورهاڱي کان پوءِ سنڌي ناول جي اوسر' تي اوارڊ (2010ع) ۽ تنقيد جي موضوع تي ڪتاب 'مُشڪ ڪٿوري مڻ' تي اوارڊ (2010ع) سرفهرست آهن. ان کان سواءِ ڊاڪٽر نور افروز خواجہ جي ڇپيل ڪتابن جي فهرست هن ريت آهي: (1) 'پرڏيهي آڪاٽيون' (انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشورو، 1978ع، (2) 'ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ناول جي اوسر'- ڀاڱو پهريون، (گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد، 1999ع)، (3) 'ٻائي ٻٽ ڪٽا' (سوانحي خاڪا ۽ تحقيق: گنج بخش پبليڪيشن، حيدرآباد، 2005ع)، (4) 'اگهيا سٽ سندا' (ترتيب)، (5) لوچيان ٿي لاحد ۾ (ترتيب)، (6) 'ورهاڱي کانپوءِ سنڌي ناول جي اوسر' (مڪمل ٿيسز شيخ شوڪت علي اينڊ سنز ڪراچي: 2010ع)، (7) 'مُشڪ ڪٿوري مڻ' (تنقيدي ۽ تحقيقي مضمون، 2010ع، گنج بخش پبليڪيشن) وغيره.

پروفيسر نور افروز خواجہ جي رهنمائيءَ ۾ ڪيترا نوجوان شاگرد ۽ شاگرديائيون سنڌي ادب جي مختلف موضوعن تي ايم. اي جا مونوگراف لکندا رهيا آهن ۽ سندس رهنمائيءَ ۾ ڪيترائي شاگرد ايم. فل ۽ پي. ايڇ. ڊي بہ ڪري رهيا آهن.

**خواجہ نور اللّٰہ:** خواجہ نور اللّٰہ بزرگ نقشبندي سلسلي جو بزرگ ۽ سنڌ جي ڪامل بزرگ قاضي احمد رح جو پوٽو ۽ ميان محمد صالح رح جو ننڍو فرزند هو. جيڪو خواجہ عبدالواحد کان پوءِ قاضي احمد رح جي درگاهہ جو سجاده نشين ٿيو. هن ابتدائي تعليم قاضي احمد ۾ ورتي پوءِ پنهنجي معالج ۽ وڏي عالم مولانا محمد امين رتڙ مڪمل ڪئي. پنهنجي جدي پشتي مرشد لنواريءَ شريف جي سجاده نشين خواجہ محمد حسن مهاجر مدني رح جي هٿ تي بيعت ڪئي، ڪانئس فيض حاصل ڪري، سلوڪ جون منزلون طئي ڪيون. خواجہ صاحب گهڻو وقت عبادت ۾ گذاريندو هو. صبح جو اشراق کان پوءِ طالبن کي هدايت ۽ روحاني تربيت ڏيندو هو. مغرب نماز کانپوءِ عشاءِ نماز تائين خلوت ۽ مراقبي ۾ گذاريندو هو. خواجہ صاحب هڪ ڏينهن پنهنجي لٺ (عصا) هٿ ۾ کڻي قاضي احمد شهر جي ٻاهران هڪ ليڪو ڪڍيو ۽ فرمايو تہ اللّٰہ تعاليٰ هن شهر کي هميشہ لاءِ ٽن شين کان محفوظ رکندو. (1) درياهہ جي ٻوڏ کان (2) باهہ کان، جيڪا هڪ گهر کان ٻئي گهر تائين نہ لڳندي (3) ۽ هن شهر ۾ ڪالرا جي بيماري ڪڏهن نہ ايندي. هن بزرگ جي نگاهہ جو تاثير سان جيڪو سندس صحبت ۾ ايندو هو سو سندس محبت جو اسير ٿيو. هن بزرگ جي وفات 1295ھ/1878ع ۾ ٿي ۽ قاضي احمد ۾ اباڻي قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. *(سنڌ ڪي صوفيائي نقشبند حصہ دوم).*

**خواجہ هاروني جو مقبرو:** هيءَ مقبرو ديهہ ۽ تپي لڪي، تعلقي ڪوٽڙي، ضلعي ڄامشوري ۾ لڪيءَ جي جبل مٿان واقع آهي. جنهن ۾ خواجا هارونيءَ نالي بزرگ دفن آهي. هيءَ قبر تيرٽ ڏارا کان ڇهن ميلن جي مفاصلي تي آهي. چانڊوڪي راتين ۾ آس پاس جي ڳوٺن جا ماڻهو هتي زيارت لاءِ ايندا رهن ٿا ۽ راڳ جون محفلون ڪن ٿا. مزار جي مهاڙي پڪين سرن جي ٺهيل آهي. باقي پاسا تراشيل پٿر جا جڙيل آهن. درگاهہ جي ڏکڻ طرف پراڻين سرن مان مسجد تعمير ٿيل آهي. مسجد جي پر ۾ فقيرن يا مسافرن جي رهڻ لاءِ هڪ بيٺڪ آهي. هن مقبري جو تذڪرو مظهر شاهجهاني جي مصنف بہ ڪيو آهي. هن بزرگ لاءِ چيو وڃي ٿو تہ پاڻ قادريہ سلسلي جو بزرگ هو. غلام رباني آگري پنهنجي ڪتاب "سنڌ جا بر ۽ بحر" ۾ بہ هن بزرگ جو احوال ڏنو آهي هن لاءِ روايت آهي تہ پاڻ خواجہ معين الدين چشتي جو استاد هو. مزار تي چنڊ جي هر چوڏهينءَ جي رات تي ميلو لڳي ٿو.

**خوارزمي، محمد بن موسيٰ:** فلڪيات جو مشهور ماهر، رياضي دان ۽ مورخ محمد بن موسيٰ خوارزمي 780ع ڌاري خوارزم شهر ۾ پيدا ٿيو. هن ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان حاصل ڪئي. اهي هن جي نوجواني جا ڏينهن هئا. جڏهن خليفي مامون رشيد بغداد ۾ 'بيت الحڪمت' جي نالي سان سائنسي اڪيڊمي قائم ڪئي، جنهن جي شهرت ٻڌي هن بغداد جو رخ ڪيو ۽ بيت الحڪمت جو وڃي ميمبر ٿيو. خليفي مامون الرشيد ڪيس يوناني ڪتابن جمع ڪرڻ ۽ انهن جا ترجما ڪرڻ جو ڪم سونپيو. خوارزميءَ جو اصل موضوع رياضي هو. رياضيءَ ۾ سندس ٻه ڪتاب 'الحساب' ۽ 'جبر و مقابله' تاريخي حيثيت رکن ٿا. يورپ جيترو انهن ٻن ڪتابن مان سکيو آهي. ايترو ٻئي ڪنهن ڪتاب مان ناهي سکيو ۽ ترقيءَ جو راز انهن ڪتابن ۾ سمايل آهي. هن جي ڪتابن مان مغرب وارن ڳڻپ جي عربي طريقي کي سکيو ۽ پوءِ ان کي پنهنجين علامتن ۾ تبديل ڪري رومن طريقي جي جاءِ تي رائج ڪيو. خوارزميءَ 'الجبرا' بابت ڪتاب اج کان ٻارنهن صديون اڳ لکيو. جڏهن دنيا ۾ انساني علم هاڻوڪي زماني جي ڀيٽ ۾ تمام گهڻو محدود هو. پر ان جي مقابلي ۾ خوارزمي جديد الجبرا ڪانسواءِ ٻين ٻه موضوعن تي قلم ڪنيو. تاريخ تي سندس اهم ڪتاب 'ڪتاب التاريخ' آهي. هن فلڪيات تي 'في زيح' ڪتاب لکيو. هن نجوم جي مسئلن تي ٻه قلم ڪنيو.

محمد بن موسيٰ خوارزمي 850ع ڌاري وفات ڪئي.

**خواند مير:** خواند مير، برصغير جو نامور مورخ، اديب ۽ دانشور هو. سندس اصل نالو خواجه غياث الدين ولد هماد الدين هو ۽ هن 880هه/ 1475ع ۾ هرات ۾ جنم ورتو. سندس والد همادالدين سمرقند جي امير سلطان محمود بن ابو سعيد تيموريءَ جو وزير هو. خواند مير ابتدائي تعليم هرات ۾ ئي ورتي. تعليم جي تحصيل بعد سندس علم جي هاڪ ٻڌي سلطان حسين، ميرزا بايقرا ۽ امير علي شير کي وقت ٻه وقت پنهنجو مقرب خاص مقرر ڪيو. ان ڪانسواءِ بديع الزمان مرزا وٽ ٻه وڏي عزت ۽ منزل ماڻيائين. خواند مير، هندستان ۾ ظهيرالدين بابر ۽ همايون مرزا جي دربار سان منسلڪ رهيو. هن ڪافي ناياب ڪتاب لکيا، جن ۾: (1) 'خلاصة الاخبار' (هي ڪتاب روضة الصفا جي نهج تي لکيل آهي)، (2) 'دستور الوزراءِ' (هن ڪتاب ۾ ابتداءِ اسلام کان وٺي تيمورين جي سلطنت جي اختتام تائين اسلام جي وزيرن جو سربستو احوال قلمبند ٿيل آهي، اهو ناياب ڪتاب خواند مير 914هه/ 1508ع ۾ لکي پورو ڪيو)، (3) 'مڪارم الاخلاق' (هي ناياب ڪتاب خواند مير، علي شير جي سوانح بابت لکيو آهي)، (4) 'نامه نامي' (هي ڪتاب منشات جو مجموعو آهي)، (5) 'حبيب السير' (هي تصنيف تمام ناياب آهي، جنهن ۾ آدم جي پيدائش کان وٺي شاه اسماعيل صفويءَ جي وفات يعني 930هه/ 1523ع تائين جي تاريخ بيان ڪئي آهي). خواند مير جون سڀ تصنيفون شاهڪار آهن، پر 'حبيب السير' سڀ کان ناياب آهي. هن تصنيف ۾ سنڌ جي ڪيترن عالمن ۽ اديبن کان سواءِ سبزواري سيدن ۽ پوراني سيدن جو ذڪر ٻه موجود آهي. جڏهن خواند مير هندستان پهتو، تڏهن بيهر 'حبيب السير' تي نظرثاني ڪيائين. هن دهليءَ ۾ 942هه/ 1555ع ۾ وفات ڪئي. سندس خاندان جي فرد، نامور شاعر ۽ تاريخدان مير ابوالبقا بهرور علي حسيني عريضي سبزواريءَ 'تاريخ چراغ هدايت المعرف ٻه بهرور شاهي' ڪتاب لکيو هو. جيڪو شاه عنايت شهيد جي شهادت واري واقعي جو پهريون ماخذ آهي.

**خوبچنداڻي، لڇمڻ:** سنڌي ٻوليءَ جو عالمي سطح تي مڃيل ماهر لسانيات. ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچنداڻي، مولچند خوبچنداڻيءَ جي گهر، 1932ع ۾، ڪراچيءَ ۾ ڄائو. ورهاڱي کان پوءِ ماڻٽن سان لڏي هندستان ويو ۽ اڳتي هلي پوني ۾ مستقل رهائش اختيار ڪيائين. هن 1961ع ۾، آمريڪا جي پينسلوانيا يونيورسٽيءَ مان "The Phonology and Morphophonetics of Sindhi" عنوان تي تحقيقي مقالو لکي، لسانيات ۾ ايم. اي ڪئي. ساڳيءَ يونيورسٽيءَ مان 1963ع ۾ "The Acculturation of Indian Sindhi to Hindi: A Study of Language in Contact" عنوان تي تحقيقي مقالو لکي ڊاڪٽوريٽ جي ڊگري (Ph.D) حاصل ڪيائين. پوني جي مشهور ڊيڪن ڪاليج ۾ جڏهن 1961ع ۾ 'سنڌي لسانيات' جو شعبو قائم ٿيو ته ان جي ترقيءَ ۽ واڌاري ۾ ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچنداڻيءَ وڏو ڪردار ادا ڪيو. ڪاليج ۾ رهندي ڊاڪٽر خوبچنداڻيءَ هيٺيان تحقيقي مقالا لکي ڇپايا:



1. Comparative Study on Sindhi and Hindi Sound Structures.
2. Writing System of Sindhi.
3. A Grammatical Sketch of Sindhi.

ڊاڪٽر لڇمڻ مولچند خوبچنداڻي، پوني جي 'سينٽر فار ڪميونيڪيشن اسٽڊيز' جو 1980ع جي ڏهاڪي ۾ ڊائريڪٽر رهيو. هن هندستان جي ڪيترن شهرن ۾ لسانيات جو مضمون پڙهائڻ سان گڏ آمريڪا، انگلنڊ، يوگوسلاويا، سنگاپور ۽ سوڊان ۾ علم لسانيات جي تعليم ڏني آهي. هي 'لئنگئيج پلاننگ ڪنسلٽنٽ' طور يونيسڪو ۽ آمريڪا جي رياست هونولولو (Honolulu) جي ايسٽ ويسٽ سينٽر ۾ 1974ع کان 1978ع تائين ٻولين جي انگن اکرن (Statistics) بابت ڪم ڪندڙ گروپ جو سينٽر فيلو ۽ چيئرمئن رهيو. سماجي لسانيات تي ڪم ڪندڙ انٽرنيشنل سوشيو لنگئسٽ ائسوسيئشن جي ريسرچ ڪميٽيءَ جو 1982ع کان 1986ع تائين وائيس چيئرمئن رهيو. يونيسڪو جي ورڪ گروپ 'Right to Communicate' جو 1974ع کان 1977ع تائين ميمبر رهيو. هن سينگاپور جي ريجنل انگلش لئنگئيج سينٽر (RELC) ۾ 1976ع ۾ نو مهينا رهي، هڪ تحقيقي ڪتاب 'Language & Education in Pluralistic Societies' لکيو. ان کان سواءِ زغوب يونيورسٽي، يوگوسلاويا ۾ پروفيسر آف انڊين لنگئسٽڪس ٻه ٿي رهيو آهي.

ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچنداڻيءَ جي دلچسپيءَ جا موضوع، لسانيات، ڪميونيڪيشن، سماجي لسانيات ۽ لئنگئيج ڊيموگرافي رهيا آهن. هن جي ايم. اي ۽ پي. ايڇ. ڊي جون ٿيسزون، اسڪول آف اورينٽل اينڊ افريڪن اسٽڊيز لندن ۽ دنيا جي يونيورسٽين جي لائبررين ۾ موجود هئڻ سان گڏ پڙهايون ٻه وڃن ٿيون. هن سماجي لسانيات، ڪلچر، ڪميونيڪيشن ۽

ٻوليءَ سان لاڳاپيل ڪيترن موضوعن تي ڪيترا مقالا مختلف سيمينارن ۾ پڙهيا ۽ رسالن ۾ ڇپايا. جن مان ڪي اهم هي آهن:

1. Bibliography of Sociolinguistics in South Asia (1973)
2. Language, Education, Social Justice (Pune, 1981)
3. Plural Language, Plural Cultures (E.W. Centre Honolulu, 1983)
4. Language in a Plural Society (Pune, 1988)
5. Language, Culture and Nation- Building (Simla, 1990)
6. Tribal Identity (Simla, 1992)
7. Sindhi Heritage (Delhi, 1997)
8. Arabic Scprit for Non Semitic Languages.
9. Comprehensive Sindhi- English Dictionary (II Volumes: 1968)
10. Current Trends in Linguistics in Sindhi (1969)
11. Language and Education in Pluralistic Societies (1976)
12. Language, Education and Social Justice.

13. سنڌي سماج ۽ ڀاشا وگيان (اپريل 2001ع).

هن پوني ۾ رهي 'سنڌي- انگريزي ڊڪشنري' جي تياريءَ ۾ حصو ورتو ۽ ان جا ٻه حصا 1968ع ۾ ڇپائي پڌرا ڪرايا. ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچندائيءَ Linguistics and Language Planning in India (1969) جا ٻه جلد بہ ترتيب ڏنا آهن. سندس پي. ايڇ. ڊي جي ٿيسز اعليٰ ۽ معياري تحقيقي مواد تي ٻڌل آهي. جنهن ۾ 1947ع کان پوءِ هند ۾ لڏي آيل سنڌين جي سنڌي ٻوليءَ جي هنديءَ سان تعلق جڙڻ بعد ان ۾ آيل تبديلين جو اڀياس آهي. ڊاڪٽر خوبچندائيءَ هن ٿيسز ۾ هنديءَ مان اُڌارن ورتل لفظن (Loan Words) تي بہ تفصيل سان بحث ڪيو آهي. ڪوڊ سوئچنگ ۽ ڪوڊ مڪسنگ جهڙن جديد موضوعن تي بہ خيالن جو اظهار ڪيو آهي. ان کان سواءِ سنڌي صرف نحو ۾ ايندڙ تبديلين کي بہ بحث هيٺ آندو آهي.

ڊاڪٽر لڇمڻ خوبچندائي، ٻاهرينءَ دنيا ۾ نہ صرف سنڌي ٻوليءَ جو هڪ وڏو ماهر لسانيات مڃيل آهي، پر لسانيات جي مختلف شاخن، سماجي لسانيات (Socio Linguistics)، Bilingualism ۽ Multilingualism جي ميدان ۾ بہ سندس وڏو قدر آهي.

ڊاڪٽر خوبچندائيءَ کي تحقيقي ڪم سبب ڪيترا اوارڊ ۽ انعام بہ حاصل ٿيا آهن ۽ هن مختلف ادارن ۾ اهم ذميواريون نڀايون آهن، جن جو ڪجهه تفصيل هن ريت آهي:

1. Member of the Scientific Council based at Barcelona, to follow up the Universal Declaration of Linguistic Rights with the support of UNESCO.
2. Member of Editorial Boards of the Sociology of Language (Mouton, Berlin) and Language and Education (Multilingual Matters: Levendon).
3. Member of the National Council for the Promotion of Sindhi Language (NCPSL) Baroda.
4. Chairman of Sindhi Charitable Trust, Pune.
5. Hon. Director of Sindhi Documents Centre at Pune.

**خوبچند اينڊ سنز پبلشر ۽ بوڪ سيلر:** سنڌ ۽ هند جي نامور ليکڪ ۽ اديب مسٽر خوبچند ٽي سياڳچندائيءَ، شڪارپور جي شاهي بازار ۾ هڪ دڪان 'خوبچند اينڊ سنز پبلشر ۽ بوڪ سيلر' جي نالي سان 1920ع ۾ کوليو هو. جيڪو ابتدا ۾ درسي ڪتابن جو دڪان هوندو هو. جنهن ۾ بعد ۾ ڪتاب وڪڻڻ سان گڏ ڇپائڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو هو. لطف الله بدويءَ جي شاعريءَ جو مجموعو 'نغمِ مستانيہ' ۽ 'جهامنداس ياتيہ' جو ڪتاب 'سائين قطب شاهہ' بہ هن اداري شايع ڪرايا هئا. ان کان پوءِ هن ساڳئي نالي سان هڪ ٻيو دڪان جماڻي هال جي پرسان سبيل وٽ کوليو ويو هو. خوبچند تمام گهڻا جاسوسي چڪر وارا ڪتاب ڇپائي پڌرا ڪيا، جنهنڪري ڪيس 'خوبچند جاسوسي چڪرن وارو' بہ ڪوٺيندا هئا. هن ادبي ڪتابن سان گڏ ڊرمي ۽ فلمي ڪتابڙا بہ شايع ڪرايا.

**خوبسنگهہ ديوان:** ناليواري سماجي ورڪر خوبسنگهہ ديوان جو جنم، پهرين ڊسمبر 1931ع تي رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿيو شروعاتي پنج درجا رتيديري ۾ پڙهيو ۽ پوءِ مئٽرڪ حيدرآباد مان ڪيائين. سٺو سماجي ڪارڪن هو، ڏکويلن جي مدد ڪرڻ عبادت سمجهندو هو. 1946ع واري هوڏ ۽ فسادن وقت رتيديري جي ماڻهن جي بنا ڪنهن مذهبي مت ڀيد جي خدمت ڪيائين. ان ڪري 'مرڪياڻي' قبيلي جي سردار ڪيس سونو ٻلو انعام ڏنو ضلعي لاڙڪاڻي جي ان وقت جي ڪليڪٽر ايڇ. اي. جي ايٽڪن ڪيس اُنهيءَ سوني ٻلي سان گڏ وڏي رقم انعام طور، رتيديري لوڪل بورڊ آفيس ۾ ماڻهن جي هڪ وڏي ميڙ دوران مڃتا طور ڏني هئي. هو ورهاڱي کان پوءِ لڏي هندستان ويو.

**خودمختياري** (Sovereignty): ڪنهن بہ علائقي جي آزاديءَ يا رياست جي با اختيار هئڻ کي رياستي خودمختياري چئبو آهي. خودمختياريءَ جي ضرورت ۽ ان جو تصور سڀ کان پهرين ٻن يوناني فلسفين، سقراط ۽ هوبس ڏنو اقوام متحده مطابق هڪ خودمختيار رياست لاءِ ڪنهن مخصوص علائقي ۾ هڪ مؤثر ۽ آزاد حڪومت جي ضرورت هوندي آهي. اڄ ڪلهہ جي قانون مطابق هڪ خودمختيار رياست لاءِ هڪ مؤثر ۽ آزاد حڪومتي نظام جو هئڻ لازمي آهي، جيڪواتي رهندڙ ماڻهن لاءِ موزون هجي. صدين کان وٺي اهڙي رياست کي آزاد ۽ خودمختيار سڏيو پئي ويو آهي، جيڪا پنهنجي شهرين جي حقن جو تحفظ يقيني بڻائي. ان کانسواءِ جيڪا رياست انهن تقاضائن تي پوري نہ ٿي لهي، ان رياست کي خودمختيار رياست نٿو چئي سگهجي. خودمختياريءَ جي تصور تي منڍ کان وٺي بحث ۽ مباحثا ٿيندا پيا اچن، وقت سان گڏ اِن جي وصف ۽ تصور ۾ وڏي تبديلي آئي آهي.

خودمختياريءَ جي وصف ۾ وڏي تبديلي سجاڳيءَ واري دور (The age of Enlightment) دوران آئي. عالمي سطح تي رياستي خودمختياريءَ جا بنيادي نقطا هيٺيان آهن:

علائقائي سالميت (Territorial Integrity)

سرحدي احترام (Border Inviolability)

رياستي بالادستي (Supremacy of the State)

رياست/ ملڪ جو اڳواڻ پنهنجي حد اندر هر قانون ٺاهڻ جو اختيار رکندو.

(Sovereign is the Supreme Law Making, Authority within its Jurisdiction.)

مختلف تهذيبن ۽ حڪومتن ۾ خودمختياريءَ بابت مختلف تصور هن ريت رهيا آهن:

**ڪلاسيڪي دور** (Classical Period): رومن قانوندان الپئن (Ulpain) جو تصور هو ته: (1) عوام جو سمورو اختيار بادشاه وٽ هجي. (2) بادشاه هر قانون کان بالاتر هجي. (3) بادشاه جو هر لفظ قانون هجڻ گهرجي. بادشاه قانون ناهي ۽ لاڳو به ڪري. ائين چئجي ته هيءَ دؤر بادشاه کي مڪمل اختيار ڏيڻ جي حق ۾ هو.

**وچون دؤر** (Medieval Age): وچئين دؤر ۾ آئيني حق شهنشاهن ۽ نوابن وٽ هئا ۽ ماڻهن کي پنهنجي زندگي مرضيءَ سان گذارڻ جو پورو حق هو.

**سورهين صدي عيسويءَ واري مذهبي تحريڪ جو دؤر** (Reformation): سورهين صدي عيسويءَ ۾ خودمختياري هڪ نئين تصور طور سامهون آئي. هيءُ اهو وقت هو. جڏهن "گهرو ويڙهه" جي ڪري هڪ مضبوط مرڪزي حڪومت ناهڻ جي ضرورت محسوس ٿي. ان دؤر ۾ سڀ شهنشاه، نوابن جي مدد سان ڪل اختيار پنهنجي هٿن ۾ رکڻ لڳا ۽ جديد قومي رياست جو تصور نمايان ٿيو.

ٿامس هوبس، رياستي خودمختياريءَ متعلق ڪجهه نظريا پيش ڪيا. هن پنهنجن نظرين ۾ مڪمل شهنشاهيت (Absolute Monarchy) کي مرڪزي حڪومت سان مضبوط بنائڻ تي زور ڏنو. هن وڌيڪ لکيو ته:

شهنشاه/ اڳواڻ بنا ڪنهن شرط جي قانون ناهڻ ۾ مڪمل اختيار رکي. ان ڏس ۾ هن کي پنهنجي عوام يا وزيرن کان اجازت وٺڻ جي ڪا به ضرورت نه آهي؛ شهنشاه ڪنهن مئجسٽريٽ/ رياستي حڪمران وانگر هنگامي حالتن ۾ صرف مضبوط اڳواڻ نه هجي، ڇاڪاڻ ته جيڪو مڪمل اختيار رکي ٿو، جيڪڏهن ان جي مٿان ڪا رڪاوٽ مڙهي وڃي ته هو "Absolute Power" يعني 'مڪمل اختيار' نه ٿيندو.

مشهور فلاسافر بودن (Bodin)، ماڻهن کان شهنشاه ڏانهن منتقل ڪرڻ واري خودمختياريءَ جي نظريي کي رد ڪيو هو. ان خيال جو هو ته قانون قدرت، شهنشاه کان افضل آهي. اهڙيءَ طرح بودن، الله تعاليٰ طرفان اڳواڻ/ شهنشاه کي خودمختياريءَ جي قانون جي مليل حقن جي چٽيءَ طرح وضاحت ڪئي.

**سجاڳيءَ جو دؤر** (Age of Enlightment): 1651ع ڌاري هوبس (Hobbes) 'عمراني معاهدي جو نظريو' 'Social Contract Theory' پيش ڪيو. هن نظريي ۾ هن وضاحت ڪئي ته هڪٻئي جي تعاون کانسواءِ زندگي بي معنيٰ آهي. جنهنڪري قومون، دولت مشترڪ (Common Wealth) ۾ شامل ٿي، پنهنجا سڀ اختيار تنظيم کي سونپين، جيڪا ڪين گڏيل خير سگالي قائم ڪرڻ تي مجبور ڪندي. هوبس جو اهو رايو اوائلي خودمختياريءَ جي پرچار ڪرڻ وارن کي پسند پيو. هوبس پنهنجي نظريي تحت خودمختياريءَ جي وصف ڪندي وضاحت ڪئي ته صرف شهنشاه ئي پنهنجي علائقي ۾ بااختيار هوندو ۽ ساڻس اختيارن ۾ ٻيو ڪو به شريڪ نه هوندو.

حقيقت ۾ ڏٺو وڃي ته هوبس ۽ بودن جي نظرين خودمختياريءَ جي مفهوم ۽ وصف کي اصل شڪل ڏني. ان کانسواءِ ٻين ڪيترن ئي فلاسافرن رياستي خودمختياريءَ تي پنهنجا جدا جدا نظريا ڏنا آهن. جن ۾: جين جئڪس روسو ۽ ان جي 'Popular Sovereignty'، فرسڪسوسيورز جي 'Theory of Origin of Power'؛ مئڪاوليءَ، جان لاڪ، مونٽسڪي ۽ ٻين اهم فلاسافرن خودمختياريءَ جي تصور کي پنهنجن نظرين ذريعي وڌيڪ ظاهر ڪري سمجهايو آهي. جين جئڪس روسو پنهنجي ڪتاب "Du Contract Social, Ou Principles du driot Politique (1762)" ۾ خودمختياريءَ ۽ ان جي حقن بابت لکي ٿو ته:

"خودمختياري يا عوام جي راءِ ڪنهن کي منتقل ڪري ئي نٿي سگهجي. Will يعني عوامي راءِ، ناقابل تقسيم (Undivisible) هوندي آهي. جيئن ته اها عوام جي گڏيل راءِ هوندي آهي، ان ڪري هميشه صحيح هوندي آهي. اها عوامي راءِ هڪ قانون هجڻ گهرجي. قانوندان بااختيار نه هجڻ گهرجي، هن جو ڪم صرف ضروري قانوني اصلاح ڪرڻ هجي، پر مڪمل خودمختيار عوام هجڻ گهرجي.

ان کانسواءِ 1789ع واري فرينچ انقلاب کان پوءِ 'رياستي خودمختياري'، خودمختيار اڳواڻ کان قوم کي منتقل ٿي وئي.

مختصر طور اهو چئي سگهجي ٿو ته معنيٰ يا مقصد جي لحاظ کان خودمختياريءَ جهڙو ٻيو ڪو اهڙو تڪراري تصور نه آهي. اها هڪ حقيقت آهي ته هي اصطلاح جڏهن کان علم سياست ۾ متعارف ٿيو آهي، ان کان وٺي اڄ تائين ان جي عالمي سطح تي ڪا هڪ قابل قبول وصف نه ٿي سگهي آهي.

**خود ياوري** (ڪتاب): 'خود ياوري' انگريز ليڪڪ سمائيل جي ڪتاب 'سيلف هيلپ' (1859) جو سلوڻي سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي، جيڪو شمس العلماء مرزا قليچ بيگ 1901ع ۾ ڪري ڇاپيو هو. ڪتاب بابت مرزا قليچ بيگ لکي ٿو ته: "هن ڪتاب ۾ اها ڄاڻ ڏني وئي آهي ته نوجوانن کي ضرور محنت ڪرڻ گهرجي ۽ محنت سان ئي منزل ملي سگهندي. مصيبتن کان ڊڄڻ نه گهرجي، بلڪ مستقل مزاجيءَ وسيلي انهن تي فتح حاصل ڪرڻ ڪپي." هيءُ ڪتاب مجموعي طور تيرهن بابن تي مشتمل آهي. صفحن جي وڌي وڃڻ سبب مرزا صاحب هن ڪتاب کي ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي ترجمو ڪرڻ جي رٿ رٿي هئي، جنهن جي پهرئين ڀاڱي طور هيءُ ڪتاب ڪل ڇهن بابن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سنڌي ادبي بورڊ 1958ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو هو. ڪتاب ۾ ابتدائي به اکر سنڌي ادبي بورڊ جي ان وقت جي سيڪريٽري محمد ابراهيم جويي جا لکيل آهن. ڪچي جلد سان، ڪرائون سائيز جي 352 صفحن تي مشتمل هن ڪتاب جي قيمت ساڍا ٽي رپيا آهي.







**خوراڪ ۽ زراعت جي تنظيم** (Food and Agriculture Organization): هيءَ تنظيم، جنهن جو مخفف ايف. اي. او آهي، سا گڏيل قومن جي هڪ عالمي تنظيم آهي، جنهن جو مقصد عالمي سطح تي غريب ۽ پوئتي پيل ملڪن مان بک جو خاتمو آڻڻ آهي. تنظيم جي شروعات هاٽ سپرنگز ورجينيا ۾ آمريڪي صدر فرينڪلن ڊي روز ويلٽ جي گهرايل هڪ ڪانفرنس کان ٿي، جيڪا 1943ع ۾ گهرائي وئي هئي. ان ۾

34 ملڪن جي نمائندن گڏيل قومن جي خوراڪ ۽ زراعت بابت گڏيل ڪميشن قائم ڪئي. آڪٽوبر 1945ع ۾ تنظيم جو پهريون اجلاس




ڪيوبيڪ ۾ ٿيو. هن وقت 183 ملڪ هن تنظيم جا ميمبر آهن. جن جي قيادت هڪ ڊائريڪٽر جنرل ڪري ٿو. پاليسي ساز شعبي ۾ هر ملڪ جو هڪ ووٽ هوندو آهي. هر ٻن سالن کان پوءِ تنظيم جي اجلاس ۾ زرعي حوالي سان پروگرامن، بجيٽ، قاعدن ۽ ضابطن جي منظوري ڏني ويندي آهي. هن تنظيم جو هيڊ ڪوارٽر روم ۾ آهي. هيءَ تنظيم پاڪستان ۾ به سماجي بهبود لاءِ ڪم ڪري ٿي. سنڌ ۾ آيل دريائي ۽ برساتي ٻوڏ سبب ٿيل نقصان جي بحالي لاءِ به هن تنظيم پنهنجون خدمتون ارپيون.

**خورشيد احمد شاهه:** نامياري سياستدان، سيد خورشيد احمد شاهه ولد سيد ذوالفقار علي شاهه، 20 اپريل 1952ع تي سکر ۾ جنم ورتو.



اسلاميه ڪاليج سکر مان گريجوئيشن ڪيائين. هن 1974ع ۾ ماسٽرس ۽ 1978ع ۾ ايل. ايل. بي جي ڊگري حاصل ڪئي. سيد خورشيد احمد شاهه جي سياسي وابستگي ابتدا کان پيپلز پارٽيءَ سان رهي آهي. 1988ع ۾ صوبائي اسيمبلي سنڌ جو ميمبر چونڊيو ويو. ان عرصي ۾ کيس مختلف صوبائي وزارتن جا قلمدان ڏنا ويا، جن ۾ تعليم، تجارت، اطلاعات ۽ ناڻو کاتو شامل آهن. 1991ع کان 1993ع واري عرصي ۾ سيد خورشيد شاهه قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. چونڊن بعد نئين ڪابينا ۾ کيس تعليم جو وفاقي وزير بڻايو ويو. 1997ع ۾ قومي ۽ صوبائي اسيمبليءَ جي سيٽن تي ڪاميابي ماڻيائين. 2002ع واري اليڪشن ۾ اين. اي- 198 تان قومي اسيمبليءَ جي چونڊ کٽيائين. ان عرصي دوران پيپلز پارٽي اپوزيشن جي جماعت رهي. 2008ع وارين عام چونڊن ۾ جڏهن پيپلز پارٽي اڪثريت سان کٽي آئي ته خورشيد احمد شاهه کي پهريان اوورسيز ۽ بعد ۾ 'پورهئي ۽ مذهبي مامرن' واري کاتي جو وفاقي وزير بڻايو ويو. سندس اليڪشني تڪ پنو عاقل ۽ سکر رهيو آهي. هن وقت سندس شمار پارٽيءَ جي سينيئر ۽ سنجيده سياستدانن ۾ ٿئي ٿو. مستقل رهائش سکر ۾ اٿس. هي ڪرڪيٽ ۽ موسيقيءَ سان به دلچسپي رکي ٿو. خورشيد احمد شاهه قومي اسيمبليءَ ۾ قائم ڪيل مختلف ڪميٽين جو ميمبر پڻ آهي.

**خورشيد حسن، شيخ:** مشهور آرڪيالاجسٽ، شيخ خورشيد حسن، 4 اپريل 1929ع تي جنم ورتو. هن تاريخ جي مضمون ۾ ايم. اي ڪرڻ



کان پوءِ آرڪيالاجيءَ ۽ ميوزيم جي تعليم ٻاهران حاصل ڪئي. هن 35 سالن کان وڌيڪ وفاقي آرڪيالاجي کاتي ۽ ميوزيم ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون ۽ ڊائريڪٽر جنرل آف آرڪيالاجيءَ جي عهدي تان رٽائر ٿيو. هن آرڪيالاجي جي شعبي ۾ تحقيق، ثقافتي ورثي جي تحفظ ۽ ميوزيمن جي ترقيءَ لاءِ ڪافي ڪوششون ورتيون. شيخ خورشيد حسن مختلف شعبن جو سربراهه به رهيو. خورشيد حسن بنگلاديش ۽ سريلنڪا ۾ 'يونيسڪو ايڪسپرٽ' طور ڪم ڪيو. جتي هن بهترين ورڪ پلان پيش ڪيا. اهي تجويزون پنهنجي ملڪن جي حڪومتن پنهنجي ثقافتي ورثي کي محفوظ رکڻ لاءِ عمل ۾ آنديون. هن ڪيترائي تحقيقي مضمون لکيا، جيڪي مختلف اخبارن ۽ مخزنن ۾ شايع ٿي چڪا آهن. خورشيد حسن ڪيترن ڪتابن جو مصنف آهي، جن ۾:

1. Chaukhandi Tombs in Pakistan.
2. Mohen jo Daro a 5000 year old Legacy.

(هيءُ ڪتاب 1980ع ۾ يونيسڪو طرفان شايع ڪرايو ويو.

1. Islamic Architectural Heritage of Pakistan.

هن آخري ڪتاب ۾ سمن، ترخانن، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دورن ۾ ٺهيل مقبرن جو ذڪر آهي. خورشيد حسن رائل ايشيا ٽڪ سوسائٽي لنڊن جو ميمبر به رهيو آهي. ان کانسواءِ لٽرري سوسائٽي، پاڪستان هسٽاريڪل سوسائٽي، انسٽيٽيوٽ آف سينٽرل ۽ ويسٽ ايشين اسٽڊي يونيورسٽي آف ڪراچي ۽ سوسائٽي آف ايشين سولائيزيشن اسلام آباد جو ميمبر به رهيو آهي.

قديم آثارن واري کاتي جي شعبي ۾ خدمتن جي پيش نظر اٽليءَ جي حڪومت کيس 1993ع ۾ 'Knight of the order of merit of Italian Govt' جي اعزاز سان نوازيو. خورشيد حسن قديم آثارن جي اعزازي صلاحڪار طور قائداعظم مزار مئنيجمينٽ بورڊ ڪراچيءَ سان به لاڳاپيل رهيو. ان کانسواءِ پاڪستان حڪومت پاران ٺاهيل 'National Fund for Board of Moen jo Daro' جو ميمبر به رهي چڪو آهي.

**خورشيد شبانه نقوي، ڊاڪٽر:** مشهور ليکڪا ۽ تعليم دان خورشيد شبانه نقوي، شرافت حسين نقويءَ جي گهر حيدرآباد سنڌ ۾ 16 اپريل 1952ع ۾ جنم ورتو. ٽنڊي ٺوڙهي مان پرائمري پاس ڪرڻ بعد مئٽرڪ ميمڻ انجمن گرلس اسڪول مان ڪيائين. هن اردو ۽ سوشيالاجيءَ ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ايم. اي ڪئي. ان کان سواءِ ايل. ايل. بي 1979ع ۾ ڪرڻ بعد 1986ع ۾ ايم. فل ۽ 1996ع ۾ اسلاميات ۾ پي. ايڇ. ڊي ڪيائين.

1974ع ۾ پهرين پرائمري استاد مقرر ٿي. ان بعد سيڪنڊري اسڪول ٽيچر ٿي ۽ آڪٽوبر 2009ع ۾ 18 گريڊ ۾ رٽائر ڪيائين. هن پنهنجي تعليمي زندگيءَ دوران ڪيترائي مضمون ۽ مقالا لکيا. کيس بهترين

اُستاد، بهترين رپورٽر، بهترين ليکڪا، بهترين مقرر جي حيثيت ۾ سائنس ٽيچرس ائسوسيئيشن، خالد ميموريل گرلس اسڪول، علامہ اقبال اوپن يونيورسٽي ۽ ويمن اين. جي. اوز ۽ مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيدرآباد پاران اوارڊ ملي چڪا آهن. کيس ايم. اي فرسٽ ڪلاس فرسٽ پوزيشن ۾ پاس ڪرڻ تي گولڊ ميڊل بہ ملي چڪو آهي.

خورشيد شبانہ نقويءَ جا مضمون ۽ مقالا سنڌي ۽ اردو اخبارن ۾ ڇپجندا رهيا آهن. ايران، عراق، شام ۽ اردن جا دورا ڪري چڪي آهي. رسول پاڪ صلي الله عليہ وسلم جي ثنا ۽ ساراھ ۾ سندس خطبن جو هڪ ڪتاب 'خطبات خورشيد ثناء رسول صلي الله عليہ وسلم' ٽن جلدن ۾ شايع ٿي چڪو آهي. هن وقت مدرسة الفاطمہ حسني لطيف آباد جي پرنسپال ۽ بزم فاطمہ حيدرآباد جي چيئرپرسن آهي.

**خورشيد قائمخاني**: اردو ۽ سنڌيءَ جو مشهور ليکڪ ۽ ڪالم نگار، خورشيد قائمخاني، سيپٽمبر 1933ع ڌاري راجستان جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. 1947ع جي ورهاڱي وقت سندس گهراڻو اُن علائقي ۾ موجود هو، جيڪو موجوده 'پاڪستان' ۾ شامل هو.



خورشيد قائمخانيءَ 1946ع ۾ پرائمري تعليم سوائي ماڌوسنگهہ پرائمري اسڪول، سيڪر (راجستان) مان ورتي، ان بعد سندس خاندان ٽنڊي الهيار، سنڌ ۾ اچي آباد ٿيو. 1948ع ۾ مڊل اسڪول ٽنڊي الهيار مان اٺون ڪلاس پاس ڪيائين، مئٽرڪ 1951ع ۾ نور محمد هاءِ اسڪول، حيدرآباد مان ڪيائين. ڪجهہ وقت گورنمينٽ ڪاليج ڪاري موري، حيدرآباد ۾ پڙهڻ کان پوءِ 1958ع ۾ ملٽري اڪيڊمي ڪاڪول مان گرئجوئيشن ڪيائين. ڪيولري فوج ۾ ڪميشن آفيسر بڻيو پر کيس ملٽري سروس پانءِ نہ پئي، ڇوتہ هوان خيال جو هو تہ فوج جا ڪجهہ آفيسر سياست ۾ ملوث ٿي رهيا آهن. 1970ع ۾ جڏهن سينيئر ميجر جي عهدي تي هو تہ هن جنرل نيازيءَ کي پنهنجي استعيفا پيش ڪئي، جنهن جو ڪارڻ اوڀر پاڪستان ۾ هٿين خالي بنگالي عوام خلاف جنرل يحيٰ خان جي فوجي ڪارروائي هئي. هن جي استعيفا جي ڪري جنرل نيازيءَ سندس پينشن روڪي ڇڏي ۽ ائين هو پندرهن ورهين جي سروس کي ڇڏي خالي هٿين واپس گهر موٽي آيو ان کان پوءِ سياحت ۽ آزاد صحافت سندس وڻندڙ وندر ۽ ڪِرت بنجي وئي. هن ڌرتيءَ جي پيڙيل ماڻهن بابت لکڻ پنهنجو شيوو بنائي ڇڏيو آهي. سندس ڪيترن ئي ڪهاڻيون ۽ مضمون، سنڌي ۽ اردو اخبارن ۽ رسالن ۾ ڇپجندا رهندا آهن. سندس اردو ڪتاب 'پڪتي نسلين' جو سنڌيءَ ۾ ترجمو 'پڪندڙ نسل' جي نالي سان روشني پبليڪيشن شايع ڪيو آهي، جنهن تي کيس سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن جو اوارڊ مليل آهي. ان کان سواءِ سندس ڇپيل ڪتابن ۾ 'سپيان اور پٿر' (اردو: 1996ع) ۽ 'سپنن جو ڏيهہ' (سنڌي ترجمو: 2005ع)، 'پرهہ جو پانڌيئڙو' (سنڌي ترجمو: 2008ع) شامل آهن.

هن وقت ٽنڊي الهيار ۾ رهائش پذير آهي ۽ سياحت جي حوالي سان پاڪستان جا سمورا علائقا، خصوصاً اتريان علائقا گهمي چڪو آهي. راجستان، آفريڪا ۽ آمريڪا جا بہ چڪر هڻي آيو آهي. هن جوڳين، سامين، شيدين ۽ ٻين هيٺين طبقي جي ذاتين تي ڪافي تحقيق ڪئي آهي. سنڌيءَ ۾ 'دلت ادب' نالي سان بہ هڪ رسالو روشني پبليڪيشن جي سهڪار سان ڪجهہ سالن کان ڪيڊندو رهيو آهي.

**خوشاب**: خوشاب، پنجاب جي سرگوڌا ڊويزن جو هڪ ضلعو ۽ مشهور شهر آهي. شروع ۾ خوشاب تعلقو هو جنهن کي پهرين جولاءِ 1982ع تي ضلعي جو درجو ڏنو ويو.



هن ضلعي جي اتر ۾ ساڄي طرف ضلعو جهلم ۽ کاٻي طرف ضلعو اٽڪ آهي. درياھ جي پرئين پاسي سرگوڌا ضلعو اٿس، ڏکڻ ۾ ضلعو جهنگ ۽ اولهہ ۾ ميانوالي ۽ ڀکر ضلعا آهن. خوشاب ضلعي جي زميني سطح هڪ جهڙي نہ آهي. ڪٿي جبل، ڪٿي ريگستان ۽ ڪٿي ميداني علائقا آهن. ضلعي جي اتر ۾ 'لوڻ جو جبل' آهي. ان سلسلي جو سڀ کان وڏو جبل سڪيسر بہ هتي آهي. هن علائقي ۾ مشهور وادي سون بہ آهي. هن ضلعي جي ايراضي 6532 چورس ڪلوميٽر آهي. خوشاب، مناٽوانہ، هڊالي، جوهر آباد، نوشهرہ ۽ نورپور هن ضلعي جا اهم شهر آهن. صنعتي لحاظ کان هتي شگر ملون ۽ ڪپڙي سميت ٻين شين جا ڪارخانا آهن.

خوشاب شهر سرگوڌا ميانوالي روڊ تي سرگوڌا کان 31 ميلن جي پنڌ تي واقع آهي. ڪافي قديم آهي. جهلم درياھ جي ٻوڏن ۾ تباھ ٿيڻ بعد بابر شاھ هن شهر کي ٻيهر تعمير ڪرايو هو ۽ ان جي پرپاسي ۾ هڪ ديوار ۽ 11 دروازا ٺهرايا هئائين. بابر پنهنجي هڪ سردار شاھ حسين کي خوشاب جو حاڪم مقرر ڪيو. جڏهن امير علي بيگ هندستان فتح ڪيو تہ ڀيرہ، خوشاب ۽ چنيوٽ جا علائقا سندس اولاد جي قبضي ۾ آيا. چيو وڃي ٿو تہ شير شاھ سوري جڏهن همايون جي تاڙ ۾ لاهور کان پنهنجي فوج سان گڏ ريگستان پار ڪري هتي پهتو هو تہ اُڃ ۾ بيحال سندس فوجين کي جهلم نديءَ جو صاف ۽ شفاف پاڻي پيئڻ لاءِ نصيب ٿيو. بهترين پاڻي پي شير شاھ سوريءَ جي زبان مان بي اختيار نڪتو: 'خوش آب' (بهترين پاڻي). ان بعد هن شهر جو نالو 'خوش آب' پئجي ويو، جيڪو اڳتي هلي 'خوشاب' بڻجي ويو شير شاھ سوريءَ هتي هڪ سراءِ، تلاءُ ۽ جامع مسجد تعمير ڪرائي. شهر جي چؤطرف هڪ ديوار بہ ٺاهي وئي، جنهن کي ڪيترائي دروازا هئا. جن مان صرف هڪ 'جناح گيٽ' جي جديد نالي سان محفوظ آهي. هتي سيد احمد شاھ ۽ سيد محمود شاھ جون مزارون آهن، جيڪي شيخ عبدالقادر جيلانيءَ جي اولاد مان هئا. خوشاب جون لوبون، گهڙا، گهگهيون، قالين ۽ کيس مشهور آهن. هتي يوناني ميڊيڪل ڪاليج، ڊگري ڪاليج ۽ هاءِ اسڪول سميت ننڍا وڏا سرڪاري ۽ غير سرڪاري تعليمي ادارا آهن.

**خوشاب نيوڪليئر ڪامپليڪس:** خوشاب نيوڪليئر ڪامپليڪس 'پلوٽينيم' (Plutonium) يعني جوهري طاقت پيدا ڪندڙ ائٽمي ريئيڪٽر ۽ هيوي واٽر ڪامپليڪس (Heavy water complex)



خوشاب نيوڪليئر ڪامپليڪس

پنجاب جي خوشاب ضلعي جي شهر جوهرآباد جي ڏکڻ ۾ 30 ڪلوميٽرن جي پنڌ تي واقع آهي. خوشاب ضلعي ۾ ڳري پاڻي (Heavy water) ۽ فطري تابڪاري ڌاتو (Natural Uranium) ناهڻ جا ريئيڪٽر پلوٽينيم ۽ ٽرائيٽيم پيدا ڪرڻ لاءِ ناهيا ويا آهن. جيڪي ائٽمي جنگي عمل لاءِ ڪارائتا ٿين ٿا. خوشاب نيوڪليئر ڪامپليڪس بين الاقوامي ائٽمي توانائيءَ جي اداري (IAEA) جي جاچ ڪان آجا آهن. ٻنهي ائٽمي ريئيڪٽرن ۾ 40 ميگاواٽ ڪان 70-50 ميگاواٽ توانائي ناهڻ جي گنجائش آهي. پهرين ريئيڪٽر جي منظوري 1996ع ۾ ملي. اهو پاڪستان جو پهريون ديسي ائٽمي ريئيڪٽر هو. ان جي تعمير جو ڪم 1986ع ڌاري 'پاڪستان ائٽامڪ انرجي ڪميشن' جي چيئرمئن منير احمد خان شروع ڪرايو. هن پاڪستان جي ائٽمي انجنيئر سلطان برهان دين محمود کي ان ڪم جي ذميواري ڏئي پراجيڪٽ ڊائريڪٽر مقرر ڪيو. ٻئي ائٽمي ريئيڪٽر تي ڪم 02-2001ع ڌاري ٿيو. فيبروري 2010ع ۾ پاڪستان جي وزيراعظم يوسف رضا گيلانيءَ ۽ ڪجهه اهم سينئر آفيسرن خوشاب ڪامپليڪس جي مڪمل ٿيڻ جي افتتاحي تقريب ۾ شرڪت ڪئي. خوشاب سائيٽ جي ٽئين ۽ چوٿين ريئيڪٽر جو ڪم به جاري آهي.

**خوشبخت شجاعت:** نامور ليکڪا، ٽي. وي ڪمپيئر ۽ سياستدان خوشبخت شجاعت، پهرين نومبر 1948ع تي ڀارتي شهر ڀوپال ۾ جنم ورتو بعد ۾ والدين سان گڏ ڪراچيءَ ۾ اچي رهي. ڪيس ننڍپڻ کان علم ادب سان چاهه هو. ادبي ڪتاب ۽ رسالا پڙهڻ سان گڏ لکڻ جي شروعات ڪيائين. خوشبخت شجاعت اسڪول ۽ ڪاليج جي تقريبن ۾ هڪ مقرر طور ڪافي انعام حاصل ڪيا. هن 1975ع ڌاري ڪراچي يونيورسٽيءَ مان صحافت ۾ ايم. اي ڪئي. سندس شهرت جو سبب پاڪستان ٽيليويزن تي نوجوانن جي پروگرامن جي ميزباني آهي، جنهن دوران هن ڪيترين وڏين شخصيتن جا انٽرويو پڻ ورتا.

ويجهي ماضيءَ ۾ سياست ۾ داخل ٿي، متحده قومي موومينٽ جي ٽڪيٽ تي 2008ع جي چونڊن ۾ ڪراچيءَ جي تڪ NA-250 تان قومي اسيمبليءَ جي ميمبر چونڊجي وئي. ايم. ڪيو ايم جي ڪلچرل اينڊ لٽرري فورم جي صدر پڻ آهي.

**خوشبوءَ جو زهر (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب نامور شاعر تاج بلوچ جي شاعريءَ جو مجموعو آهي، جنهن جو پهريون ڇاپو ڊيمي سائيز جي 172 صفحن تي مشتمل، جون 1987ع ۾ ڪلا اڪيڊمي، ڪراچيءَ پاران شايع ٿيو هو. ڪتاب جو انتساب سنڌي جديد ڪهاڻيءَ جي وڏي نالي 'ماڻڪ' جي نالي ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ شعر جون مختلف صنفون: نظم، بي قافيا نظم، نثري نظم، وايون، گيت ۽ غزل شامل آهي. تاج بلوچ جي شاعريءَ ۽ فن تي نامور نقاد، ڪهاڻيڪار ۽ شاعر قمر شهباز 'وارياسي جو اڪيلو مسافر' عنوان سان ۽ ڊاڪٽر تنوير عباسيءَ 'تاج بلوچ جو فن' عنوان سان ويچار ونديا آهن.




ساڳئي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو به ڪلا اڪيڊميءَ ڪراچي جون 1997ع ۾ ڇاپيو آهي. ڊيمي سائيز جي 168 صفحن تي مشتمل، پڪي جلد واري هن ڪتاب جي قيمت 150 رپيا آهي. ڪتاب جو انتساب تاج بلوچ وچڙي ويل اديبن: ماڻڪ، رشيد ڀٽي، ساحر پريمي، نارائڻ شيام، اشفاق قاضي، ڊاڪٽر الهداد ٻوهيي، امير علي چانڊيي، نبي بخش کوسي ۽ ممتاز مرزا جي نالي ڪيو آهي، هن ڪتاب ۾ به قمر شهباز ۽ تنوير عباسيءَ جي پهرين جلد وارن ويچارن سان گڏ امير علي چانڊيي جو تاج بلوچ جي شاعريءَ ۽ فن بابت 'اشتراڪي ڪيفيت جو شاعر' جي عنوان سان 31 صفحن جو اڀياس پڻ شامل ڪيو ويو آهي.

**خُوشبوءَ جي سنگ سنگ (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌ جي نامياري ليکڪ ۽ براڊڪاسٽر نصير مرزا جو شعري مجموعو آهي. جنهن ۾: انيڪ عنوانن سان شامل آهن ڪتاب جو انتساب سنڌجي نامياري اديب نثار حسينيءَ جي نالي ڪيل آهي. ڪتاب جي مهڙ ۾ 'خوشبوءَ جو درپن' جي عنوان سان نصير مرزا جو پنهنجي پاران لکيل ليک شامل آهي. ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل، 80 صفحن تي مشتمل هيءُ ڪتاب به رنگي ٽائيٽل ۾ ڇپيل آهي، هيءُ ڪتاب آدم پبلشنگ ايجنسي نومبر 1980ع ۾ ڇپرائي پڌرو ڪيو جنهن جي قيمت سادي ڪاپي 6 رپيا ۽ اوچي ڪاپي 8 رپيا ڄاڻايل آهي.

**خوشحال خان خٽڪ:** پشتو ٻوليءَ جي عظيم عوامي ۽ انقلابي شاعر خوشحال خان خٽڪ، 1613ع ڌاري اڪوڙه ۾ شهباز خان جي گهر ۾ جنم ورتو سندس وڏا مغلن جا منصب دار هئا. سندس پڙڏاڏو ملڪ اڪوڙي شهنشاهه اڪبر جي دور ۾ منصب دار هو ۽ اٽڪ ۽ پشاور جي وچ ۾

محصول وصول ڪندو هو. جهانگير ۽ شاهجهان جي دور ۾ ملڪ اڪوڙي جو ٻڻ يحييٰ خان ۽ ان کان پوءِ خوشحال خان جو والد منصب دار مقرر ٿيا. 4 جنوري 1941ع تي شهباز خان هڪ قبائلي جهيڙي ۾ مارجي ويو، اُن وقت خوشحال خان خٽڪ جي عمر 28 سال هئي ۽ پيءُ جي جاءِ تي ڪيس شاهجهان بادشاهه منصب دار مقرر ڪيو ۽ هي ساڻس ڪيترين جنگين ۽ معرڪن ۾ گڏ رهيو. شاهجهان جي وفات کان پوءِ اورنگزيب 1661ع ۾ ڪابل جو گورنر سيد امير خان کي مقرر ڪيو، جنهن خوشحال خان کي گرفتار ڪري دهليءَ روانو ڪيو، جتي اپريل 1964ع تائين دهليءَ ۽ رنٿنبور جي قلعي ۾ قيد رهيو. آزاد ٿيڻ کان پوءِ خوشحال خان سڄي عمر اورنگزيب جي ڏاڍاين خلاف جنگيون ڪندو رهيو ۽ پٺاڻن کي مغلن جي خلاف ڀڙڪائيندو رهيو.



'باباءِ پشتو' جي لقب سان مشهور خوشحال خان خٽڪ وڏو انقلابي شاعر ۽ عالم هو. هن پشتو سان گڏ فارسيءَ ۾ به شاعري ڪئي، جنهن ۾ هو 'روهي' ۽ 'ڪوهي' تخلص ڪم آڻيندو هو. هن لڳ ڀڳ 45 هزار شعر لکيا. سندس شاعريءَ ۾ غزل، قصيدا، رباعيون، قطعا، مسدس، مخمس ۽ ترڪيب بند شامل آهن. خوشحال خان جي شاعريءَ ۾ وطن دوستي، عشق، اخلاق ۽ قومي غيرت جا موضوع موجود آهن. هن شڪار، طب ۽ فقه جي موضوع تي نثر ۾ به ڪتاب لکيا آهن.

خوشحال خان خٽڪ وڏي تعداد ۾ ڪتاب لکيا، جن مان مشهور ڪتاب هي آهن:

ديوان (ڪليات)، (2) بازنامه (پشتو نثر)، (3) صحت الابدان (پشتو نظم)، (4) ترجمه هدايه (نثر)، (5) آئينه (ترجمو: نثر)، (6) فضل نامه (پشتو مثنوي)، (7) سوات نامه، (8) فرخ نامه، (9) فراق نامه (جس نامه)، (10) دستار نامه، (11) بياض، (12) زنجيري، (13) رياض الحقيقت وغيره.

دوست محمد ڪامل، خوشحال خان خٽڪ جي ڪلام ۽ نظريه حيات بابت پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته: "خوشحال خان خٽڪ ظلم جي خلاف آواز بلند ڪيو آهي ۽ پنهنجي مادر وطن ۽ قومي تهذيب جي حفاظت لاءِ هڪ مسلم بادشاهه سان وڙهيو آهي، ڇا لاءِ ته اورنگزيب جي نوابن ۽ صوبه دارن ظلم شروع ڪيو هو."

خوشحال خان خٽڪ جي حقيقي عظمت سندس شاعريءَ ۾ سمايل آهي. هُو سڄي ڄمار ويڙهاڪ رهيو ۽ اورنگزيب سان وڙهندو رهيو، پر هو هڪ فطين (Genius) شخصيت جو مالڪ هو ۽ سندس ڪلام ۾ حقيقي شاعريءَ جو روح سمايل آهي. ڪيترين ڳالهين ۾ خوشحال خان خٽڪ، علامه اقبال جو پيشرو معلوم ٿئي ٿو سندس ڪلام مان ڪجهه مثال سنڌيءَ ۾ ڏجن ٿا:

(1) جهان کي ٿورا آهن ڇا؟
اي نادان، تون انهن کي ڏسي نه ٿو سگهين؟

(2) ڏس! هيڙيون ڪئين زمينون آهن،
۽ ڪئين آسمان آهن.
سڀ تنهنجي دل ۾ سمايل آهن،
اي عرش کان بلند تر انسان!

(3) سڪندر جو آئينو هجي يا جم بادشاهه جو جام،
اهي سڀ درويش جي دل جو مٽ نه آهن،
درويشن جي اڳيان بادشاهن جوئي سرجهڪيل ناهي،
پر آسمان جي گران به جهڪيل آهي.

**خوشخبري (ڪتاب)**: هيءُ ڪتاب سنڌ ڪرسچن لٽرري سوسائٽيءَ جو تيار ڪيل آهي، جنهن ۾ حضرت يسوع مسيح جي آمد بابت خوشخبريءَ جو بيان آهي. هن ڪرائون سائيز جي ڪتاب ۾ 81 صفحا آهن. جنهن جي قيمت 4 پايون ڇاٽايل آهي. ڇاپو بيو سوسائٽيءَ وارن چرچ مشن پريس، ڪراچي مان سال 1941ع ۾ ڇاپيو.

**خوش خصلت خاتون (ڪتاب)**: عورتن جي تعليم جي واڌاري ۽ اهميت جي موضوع تي لکيل هيءُ مضمونن جو مجموعو سنڌيءَ جي نامور ليکڪا بادام ناتوان جو لکيل آهي. هن ڪتاب ۾ عورتاڻي تعليم جي واڌاري متعلق اهميت جوڳو مواد شامل آهي. ڪتاب ۾ 'حميده جي ڪهاڻي'، 'هيٺي عورت جي صلاح ڏاڍي مرد کي'، 'والدين ۽ اولاد جون ذميواريون'، 'بهار ۽ خزان'، 'حسن ۽ عشق'، 'عمل ۽ عبادت'، 'پرهيزگاري'، 'نيڪ سيرت عورت ۽ نا اهل مرد'، 'مفلسي ۽ مرتبو' عنوانن سان مضمون شامل آهن. ڪتاب جو پيش لفظ سيد ميران محمد شاهه لکيو آهي. ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1965ع ۾، ٻيو ڇاپو 1966ع ۾ ۽ ٽيون ڇاپو 1990ع ۾ ڇپجي چڪو آهي. سنڌي ادبي بورڊ پاران ڪرائون سائيز ۾ ڇپيل هن ڪتاب ۾ 132 صفحا آهن. جنهن جي قيمت 20 رپيا آهي.

**خوش خير محمد هيسباڻي**: مشهور صوفي ۽ عوامي شاعر خوش خير محمد هيسباڻيءَ ٽالپرن جي دور ۾ 1224هه/ 1809ع ڌاري ڳوٺ گل محمد هيسباڻيءَ (تعلقي فيض گنج، ضلعي خيرپور) ۾ جنم ورتو هو. هو رئيس غلام قادر هيسباڻيءَ جو فرزند هو. سندس وڏا اصل ساهيوال جا ويٺل هئا ۽ ميان آدم شاهه ڪلهوڙي سان گڏ سنڌ ۾ آيا. خوش خير محمد هيسباڻيءَ شروعاتي تعليم پوئرن جي ڳوٺ ۾ آخوند علي بخش ڳاڏهيءَ جي مدرسي ۾ ورتي، ان مدرسي ۾ هن قرآن شريف ۽ ڪجهه فارسيءَ جا ڪتاب پڙهيا. ويهن سالن کان پوءِ نڱڙن جي ڳوٺ ۾ لڏي آيو ۽ مولوي محمد قدوس وٽ تعليم مڪمل ڪيائين. خوش خير محمد هيسباڻي، نوشهري فيروز جي نقشبندي بزرگ پير شهاب الدين جي فرزند پير عبدالحئيءَ جو طالب هو. ڪن سوانح نگارن موجب، خير محمد جي وڏن جي نوشهري فيروز جي نقشبندي پير شهاب الدين جي درگاهه سان عقيدت

هئي ۽ خوش خير محمد هيسباڻيءَ جو پير شهاب الدين جي فرزند پير عبدالحئي سان گهرو تعلق هو ۽ ڪي لکن ٿا ته خير محمد هيسباڻيءَ جو ان درگاهه سان تعلق عثمان فقير سانگيءَ جي اثر هيٺ ٿيو. هن ڪيترين



خوش خير محمد هيسباڻيءَ جو مقبرو

ڪافين ۾ پنهنجي مرشد عبدالحئي سان عقيدت جو اظهار ڪيو آهي.

ڪجهه سال پنهنجي رهبر پير عبدالحئي جي خدمت ۾ گذارڻ بعد صوفي خير محمد حج جي سفر تي روانو ٿيو. اتان موٽڻ بعد سندس مرشد عبدالحئي وفات ڪري ويو ۽ شاهه نصير ننڍيءَ عمر ۾ گاديءَ تي ويٺو. عثمان سانگي ۽ خوش خير محمد هيسباڻي ننڍي شاهه نصير جي سنڀال ۽ تربيت لاءِ نوشهري اچي رهيا. شاهه نصير کي ننڍي هوندي کان ئي هن بيمثال صوفي شاعر جي رهنمائي حاصل ٿي ۽ اڳتي هلي شاهه نصير سنڌ جي صوفياڻي شاعريءَ تي اڻمٽ نقش ڇڏيا آهن.

خوش خير محمد هيسباڻي، سچل سرمست جي صوفياڻي مڪتبءِ فڪر سان تعلق رکندو هو. سندس زماني تائين سچل سرمست سنڌي ڪافيءَ کي ڪيترين نيون هيئتون ڏئي چڪو هو. شاهه جي شاعريءَ کان پوءِ سنڌي شاعري ارتقا جو بيو اهم ڏاڪو چڙهي چڪي هئي.

خوش خير محمد به سچل جي ورثي صوفياڻي رنگ ۽ بيخوديءَ واري شاعريءَ کي اڳتي وڌايو ۽ ڪافيءَ کي نوان رنگ ڏنا. هي دور سنڌي ڪافيءَ جي اپار جو دور هو ان دور ۾ اتر توڙي لاڙ سنڌ ۾ ڪافيءَ جا وڏا شاعر هئا. هڪ طرف بيدل، نانڪ يوسف ۽ حمل فقير هئا، ٻئي طرف قطب شاهه ۽ پير اشرف شاهه ڪاماري وارو ڪافيءَ ۾ نوان رنگ پري رهيا هئا. صوفي خوش خير محمد جي ڪافي ڪمال جي آهي. هن سچل کان پوءِ بيدل جو اثر ورتو ۽ صوفي شاعرن ۾ اهم مقام حاصل ڪيو.

صوفي خير محمد جي حياتيءَ ۾ سنڌ جي ڪُڇيءَ ۾ انگريزن جي غلاميءَ جو ڳٽ پيو. خيرپور جي مير علي مراد، انگريزن جو حامي ٿي انعام طور خيرپور رياست حاصل ڪئي. خوش خير محمد جي چاچي راوت خان جا مير علي مراد سان واسطا هئا. هن خير محمد هيسباڻيءَ کي پنهنجي قريب آڻي ڪيس 'ڪاردار' بنايو. پر جيئن ته هو آزاد طبع ۽ صوفي مزاج شخص هو. ان ڪري ان ڪارداريءَ جو ڳٽ ترت ئي ڳچيءَ مان لاهي ڦٽو ڪيائين. چون ٿا ته خير محمد عملي سان گڏ تڳڙن پرسان پهتو ته هڪ پوڙهي عورت کي ڏٺائين. جنهن مڙن جي پري ڪٽائڻ لاءِ ماڻهن کي سڏ پئي ڪيا. خير محمد کي رحم آيو ۽ گهوڙي تان لهي پوڙهي عورت کي پري ڪٽائڻ لڳو ته پوڙهي عورت کيس حيرت مان ڏسي چيو ته "اوهان ته سرڪاري ڪامورا آهيو، مون ڪنهن ماڻهوءَ کي پئي سڏيو". پوڙهيءَ جي لفظن خير محمد هيسباڻيءَ جي دل تي وڏو اثر ڪيو ۽ بعد ۾ سرڪاري نوڪريءَ جو ڳٽ اڇلي، نوشهري فيروز جي پير شهاب الدين جي فرزند عبدالحئي کان وجي فيض ورتائين. ائين شاهه نصير، عثمان فقير سانگي ۽ همعصرن سان گڏ سنڌي صوفي شاعريءَ ۾ وڏو مقام ماڻيائين. سندس ڪلام سلاست، سادگي، ترنم ۽ وجداني ڪيفيتن جو مخزن آهي.

خوش خير محمد هيسباڻيءَ، 2 محرم 1294هه/ 17 جنوري 1877ع تي تڳڙن جي ڳوٺ ۾ وفات ڪئي، جتي ئي ڪيس دفن ڪيو ويو. جڏهن تڳڙن جي ڳوٺ کي درياهه پاڻ لڳو ته سندس جسد خاڪيءَ کي ڪڍرائي، خيرپور ضلعي ۾ ڪرونديءَ پرسان دفنايو ويو. جيڪو ڳوٺ اڄ تائين 'خوش خير محمد هيسباڻيءَ' جي نالي سان سڏجي ٿو جتي سال به سال 17، 18، 19 ذوالحج تي ميلو لڳي ٿو ۽ صوفي ڪلامن جي محفل مچي ٿي.

**خوش محمد 'خاطي'، مفتي:** مفتي خوش محمد ولد سچيڏنو مفتيءَ 1861ع ڌاري شڪارپور شهر ۾ جنم ورتو سندس وڏا عالم ۽ فاضل هئا، جن جي شڪارپور شهر ۾ سٺي مڃتا هئي، شڪارپور جو هڪ پاڙو صدين کان 'مفتين جو دالو' سڏبو اچي ٿو انهيءَ محلي ۾ مفتين جا گهر ۽ حويليون آهن، ان پاڙي ۾ مفتين جو هڪ مدرسو به قائم هو جنهن ۾ شهر جا ماڻهو علم حاصل ڪندا هئا. مفتي خوش محمد 'خاطي' به ان ئي مدرسي ۾ پڙهيو ۽ اتان ئي فارغ التحصيل ٿيو. هو نهايت ئي ذهين ۽ باصلاحيت انسان هو پاڻ مدرسي ۾ تعليم ڏيندو هو ۽ مفتين جي مسجد جو امام هو. خوش محمد خاطي، آخوند عبدالقادر 'بيدل' ۽ مير علي نواز علويءَ جي زماني جو شاعر هو. شمس الدين 'عاصي'، مفتي خوش محمد خاطيءَ جي غزلن جو تتبع ڪيو آهي، مفتي خوش محمد خاطيءَ جو ڪلام هفتيوار اخبار 'سنڌ سڌار' ۾ شايع ٿيندو رهيو آهي. شڪارپور جي هن مشهور غزل گو شاعر، 14 آگسٽ 1869ع تي وفات ڪئي.

**خوشيرام، منشي:** منشي خوشيرام مير غلام علي خان ٽالپر جي دور ۾ دربار جو رڪن ٿيو ۽ پنهنجي لياقتن سبب ترقي ڪري ميرن جو صلاحڪار بڻيو. دربار ۾ هن جو ڪردار اهو رهيو ته جڏهن شاهه شجاع الملڪ شڪارپور تي قبضو ڪيو ته منشي خوشيرام ڪيترا دفعا شاهه شجاع سان ملاقات ڪري، سندس ارادن کان ٽالپر حڪمرانن کي اچي آگاهه ڪندو هو مير غلام علي خان جي وفات کان پوءِ مير ڪرم علي خان تخت نشين ٿيو، ته ان به خوشيرام کي وڏي عزت سان پنهنجي خاص مصاحبن ۾ شامل ڪيو. منشي خوشيرام پنهنجي سياسي تدبر ۽ تدبيرن جي ڪري ڪافي مشهور هو. ڪيس خيرپور جي ٽالپرن طرفان وڏي عهدي جي آڇ به ٿي، پر هن انڪار ڪيو ۽ آخر تائين حيدرآباد جي ٽالپر حڪمرانن سان وفادار رهيو.

**خوشي ڪي. مٽائي:** مشهور سنگيت ڪار ۽ گائڪ خوشي. ڪي. مٽائي، 5 جون 1941ع تي ڪراچي، سنڌ ۾ جنم ورتو. ورهاڱي وقت 7 سالن جي عمر ۾ مائٽن سان گڏجي ٿاڻي (مهاراشٽر) ضلعي جي ڪلياڻ ڪئمپ ۾ وڃي رهيو. جيڪا اڳتي هلي الهاس نگر سڏجي وئي. خوشي ڪي. مٽائيءَ کي ننڍي هوندي کان ئي موسيقيءَ ۽ راڳ سان وڏي دلچسپي هئي ۽ ان دلچسپيءَ کيس وڏو اداڪار، سنگيت ڪار ۽ گائڪ بنايو. هن جون هن ميدان ۾ وڏيون خدمتون آهن. ابتدا ۾ اداڪار طور سورٺ ۽ راءِ ڏياچ ناٽڪن ۾ ڪم ڪيائين. هن گائڪ ۽ سنگيت ڪار جي حيثيت ۾ ڪيترا گيت ڪمپوز ڪيا آهن. آل انڊيا ريڊيو جو ڪجهه عرصو اناؤنسر به رهيو. سندس ڳايل ۽ ڪمپوز ڪيل گيت آل انڊيا ريڊيو ۽ ٽي. ويءَ تان نشر ٿي وڏي مقبوليت ماڻي چڪا آهن. خوشي ڪي. مٽائي، هند ۾ سنڌي موسيقي ۽ راڳ جو وڏو نالو آهي.

**کول:** هيءَ ٺڪر مان ٺهيل هڪ قسم جو ديسي ساز آهي. ٺڪر مان ٺهيل سازن جو تعداد تمام گهٽ آهي. سنڌ ۾ اهڙا صرف ٻه ساز (1) 'بوڙينڊو' ۽ (2) 'گهاگهر' آهن. کول به اهڙن سازن مان هڪ آهي. هي ضرب ساز جو آهي، جيڪو اتر-اوڀر هندستان ۾ گهڻو مقبول آهي. هن ٻن پاسن واري ڊرم (Drum) جو ساڄو پاسو سوڙهو ٿيندو آهي. ان پاسي جي پڙي اٽڪل چار انچ قطر جي ٿيندي ۽ ان جو کاٻي پاسي وارو منڊو 10 انچ قطر سان هوندو آهي. ٻنهي پڙن تي چمڙو مڙهيل هوندو



آهي ۽ ٻنهي پاسن جون ڪناريون مضبوط ڪشن يا ڏورين سان مڙهيل ۽ ملايل هونديون آهن. هن ساز جو وچ يا ڍڍ وارو حصو ڪافي ويڪرو هوندو آهي، جنهن جو قطر 20 انچن تائين به ٿيندو آهي. هن جو ساز استعمال بنگال ۾ عام آهي. مغربي دنيا ۾ هن وقت Fibre Glass جو کول استعمال ڪيو وڃي ٿو هي به ڍولڪ، دهل وغيره جي خاندان جو ساز آهي.

**کوني ڪنيرو (ديهه):** تعلقي روهڙيءَ، ضلعي سکر ۾ هڪ ديهه، جنهن ۾: مگريجا، کوني ڪنيرو، سليمان مهاڻو، بچل پنيرو، سدائڪو، صاحب ڏنو پنيرو، ڪمال ابو پوٽو، عرض محمد، عبدالله بلوچ، ڏٽي بخش، عالم خان ۽ اوپايو بلوچ، نالي ڳوٺ آباد آهن.

**خيار لهڙي:** خيار لهڙي، قلات جي حاڪم محراب خان جو فوجي آفيسر هو. "تاريخ سنڌ ڪلهوڙا دؤر" ۾ غلام رسول مهر ڄاڻايو آهي ته: "ميان يار محمد ڪلهوڙي جي جلاوطنيءَ واري دؤر ۾ سندس خاندان قلات پهچي چڪو هو. اتي ميان نور محمد ۽ ميان محمد دائود کي قلات ۾ وڏي پريشاني ڏسڻي پئي. شهزادي معزالدين قلات جي حاڪم محراب خان کي تاڪيد ڪئي ته ڪلهوڙن جو ڪو به فرد ايران نه پهچي، انهيءَ حڪم تي محراب خان پنهنجي هڪ فوجي آفيسر خيار لهڙيءَ کي انهيءَ ڪم لاءِ مقرر ڪيو. اها ڄاڻ پوڻ تي نور محمد ڪلهوڙي ۽ محمد دائود ڪلهوڙي جي محراب خان سان جنگ لڳي، جنهن ۾ محراب خان سخت زخمي ٿي پيو ۽ نور محمد ڪلهوڙو ۽ دائود ڪلهوڙو گرفتار ٿي جيل ويا. خيار لهڙيءَ هنن تي سخت پهرو هٽائي ڇڏيو. ڪجهه وقت ڪانپوءِ هي ٻئي قيد مان پڇي نڪتا ۽ ايران وڃڻ لڳا، پر خيار لهڙي، ميان صاحبن کي ٻيهر گرفتار ڪري ورتو. وقت گذرڻ بعد جڏهن نور محمد ڪلهوڙو سنڌ جو حاڪم ٿيو ته خيار لهڙي ميان نور محمد ڏانهن سنڌ آيو ته ميان صاحب خيار لهڙيءَ جو اُٿي استقبال ڪيو ۽ ڪرپائي ساڻس ملي، کيس چيائين: "اي بيحيا! تون پنهنجي ڪهڙي چڱائي ۽ احسان کي اڳيان رکي مون وٽ آيو آهين؟ مون تنهنجو اٿي بيهي استقبال ڪيو سمجهيم ته اهڙيءَ طرح تون پنهنجي ڪيئي کي ياد ڪري مري ويندين، پر ائين نه ٿيو. پوءِ آءٌ توسان ڀاڪر پائي مليس، ان جو به توتي ڪو اثر نه ٿيو. وري مون توکي عزت ڏئي ڪرسيءَ تي ويهاريو، پر افسوس جو ان ڳالهه جو به تو تي ذرو اثر نه ٿيو. خدا جو قسم! تو جهڙو بيحيا دنيا ۾ پيدا نه ٿيندو! ان بعد ميان نور محمد خيار لهڙيءَ کي خلعت ۽ هڪ سؤ رپيا ڏيارايا."

**خيال (موسيقي):** خيال جي لغوي معنيٰ 'تصور' آهي. هيءَ ڪلاسيڪي موسيقيءَ جي هڪ مقبول صنف آهي. خيال، راڳ ۾ تصور نه پر ڳائڻ جي انداز جو نالو آهي، جيڪو برجستين تانن، پلٽن ۽ مرڪن وغيره سان سينگاريل ٿئي ٿو. خيال جي گائڪي، آلاپ، استائي ۽ انترې تي مشتمل هوندي آهي. خيال جي ابتڙ دُرپد ۾ مرڪن ۽ ميندن جو استعمال منع ڪيل آهي. خيال جي ڳائڻ وقت ٻولن کي ڪنهن به قسم جي نڪار ۽ سنوار سان پيش ڪرڻ لاءِ ڳائيندڙ تخليقي قوتن ۽ تخيل جي اُڏام ڏيکارڻ جو پورو موقعو ملندو آهي.

'خيال' پندرهين صدي عيسويءَ ۾ جونپور جي آخري بادشاهه سلطان حسين شرقيءَ ايجاد ڪيو هو. امير خسرو کانپوءِ سلطان حسين شرقي ٻئي نمبر تي وڏو گائڪ مڃيو وڃي ٿو. توڙي ان وقت خيال جي گائڪي ايتري مقبول ٿي نه سگهي، پر ان کي باقاعدي صنف بڻائڻ ۾ محمد شاهه رنگيلي جي درباري گائڪ نعمت خان سدا رنگ اهم ڪردار ادا ڪيو. هڪ دفعي سدا رنگ خان، محمد شاهه رنگيلي سان ناقدريءَ جي شڪايت ڪئي، جنهنڪري بادشاهه ناراض ٿي پيو ۽ کيس قيد ڪرائي ڇڏيائين. قيد واري عرصي ۾ سدا رنگ خان ڪيترن ئي راڳن جون بندشون تيار ڪيون، جڏهن محمد شاهه رنگيلي کي انهيءَ ڳالهه جي خبر پئي ته هُو ڏاڍو خوش ٿيو ۽ کيس آزاد ڪري پنهنجي دربار ۾ خاص مقرب مقرر ڪيائين. انهيءَ دور ۾ نعمت خان سدا رنگ ۽ سندس ٻئي ساٿي اُدا رنگ گڏجي خيال جي گائڪيءَ کي راجائي صنف واري حد تائين پهچائي ڇڏيو. خيال جي گائڪيءَ ۾ سڀ کان پهريان آلاپ جو مرحلو ۽ استائيءَ جو مرحلو ايندو آهي، استائي شروع ڪرڻ کان اڳ، آلاپ راڳ جو مخصوص ماحول ۽ پسمنظر پيدا ڪري چڪو هوندو آهي. استائيءَ کان ئي راڳ جي خاص بندش ڪٿي ويندي آهي. راڳ جي استائي ختم ٿيڻ سان ئي انترو يا راڳ جو عروج ٿيندو آهي. ان کان پوءِ خيال جو آخري حصو ايوڳ، ڳائي راڳ ختم ڪيو ويندو آهي. خيال ڳائڻ کي 'خيال گائڪي' چوندا آهن. پر جڏهن خيال سان ترانو ملائي ڳائبو آهي ته ان کي 'خيال نما' چئبو آهي.

**خيال خاطر** (ڪتاب): نامور استاد ۽ تعليمدان محمد اسماعيل عرساڻيءَ جو هي ڪتاب سنڌس لکيل مضمونن تي مشتمل آهي، جن جا موضوع: گفتگو، تقدير، جمهوريت، عبرت خانہ، موسور گناهہ، نامرادي، پريشاني، عورت، محبت، صحت ۽ گوڙيءَ جا ڏهرا وغيره آهن. هنن مضمونن ۾ ڪي تاثراتي، ڪي احساساتي ۽ ڪي معلوماتي مضمون آهن. هي ڪرائون سائيز جي 128 صفحن تي مشتمل ڪتاب آر. ايچ. احمد اينڊ برادرس حيدرآباد، ان ڪتاب جو پهريون ڇاپو 1951ع ۾ ڇپايو. جڏهن تہ 1967ع تائين ان ڪتاب جا پنج ڇاپا شايع ٿيا.

**خيال خطن ۾ خواب اکين ۾** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب ناميارى شاعر منصور ملڪ جي خطن جو مجموعو آهي. جنهن کي دانش اڪيڊمي، ڪراچيءَ، سال 2005ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. هن ڪتاب ۾ منصور ملڪ جا مختلف وقتن تي پنهنجن دوستن: آسي زميني، امداد حسيني، تاج جويي، رکيل مورائي، سنڌري اتمچنداڻي، صوفي شوڪت، عبدالغفار ملڪ، عرفان عباسي، ارباب نيڪ محمد، هري موٽواڻي ۽ ٻين کي لکيل خط شامل آهن. ڪتاب جو مهاڳ رکيل مورائيءَ جو لکيل آهي. پڪي جلد سان ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل هيءُ ڪتاب 344 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 250 رپيا آهي.

**خيالي گومند**: هيءُ ٿرپارڪر جو مشهور لوڪ گيت آهي. جيڪو زالون وڪاري جي مند ۾ ڳائينديون آهن. هن لوڪ گيت ۾ هڪ عورت پنهنجي ڏير کي پرڻائڻ لاءِ آتي هوندي آهي ۽ ڪيس ڪجل پائڻ لاءِ آماده ڪندي آهي. گيت جي وراڻي آهي 'خيالي گومند ڪاڄرليو' يعني تہ 'اي شوقين جوان اکين ۾ ڪجل وجهہ تہ سهڻو ڏسڻ ۾ اچين'. هوءَ پنهنجي مامي، چاچي ۽ پيءُ کان ڏير لاءِ سڱ گهري ٿي، پر هو انڪار ڪن ٿا، آخرڪار مائٽين وڃڻ لاءِ سنيري ٿي ۽ پنهنجي پاڃائيءَ کان نوَسرو هار گهُري ٿي. هن جي انڪار تي مڙس ڪيس چوي ٿو تہ مائٽن ۾ هلي توکي اهڙو هار گهرائي ڏيندس. هن گيت جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

مڱري وٺا ميهولا، رڙڪي آئي ريل،
مڱري واٽين ٻاجهرين، ڊاگئي وهايا مونگ،
خيالي گومند ڪاڄرليو...
ڪاڄر پريوڙا ڪونپلا، وسريا وڙلان هيٺ،
خيالي گومند ڪاڄرليو...
ڊوڙي ڊامڻ ڏونڏريو گورئي پريا اُوس،
خيالي گومند ڪاڄرليو...
گورِي ولوٽو ولويو، گومند چَتيا گوگ،
خيالي گومند ڪاڄرليو...
ڏيو ڏيو ري ڏيوَر جي، ڪونپلا ٻاپل ري هاٿ
خيالي گومند ڪاڄرليو...
مان جي نيٽان رو سٹگهار، مان جي ڏيور جي رو سٹگهار،
خيالي گومند ڪاڄرليو...

**خيبر**: خيبر جي وسندي، هڪ 'نخلستان' (ڪجين جي بستي) آهي، جيڪا سمنڊ جي مٿاڇري کان 2800 فوٽ اوچي، مدينہ منوره کان 184 ڪلوميٽر اتر طرف خشڪيءَ رستي اينڊڙ حاجين جي واٽ تي واقع آهي.

نبوي دور ۾ قافلا غابہ يعني احد جبل جي اولهہ طرف کان گذرندا هئا، جڏهن تہ هاڻي جديد هوائي اڏي (مطار) سان لڳولڳ، اوپر طرف کان گذرن ٿا. هڪ سئو ڪلوميٽرن تائين هي رستو سوڙهو ۽ ور وڪڙ لڪن مان گذري ٿو، جنهن جي ٻنهي پاسي اوچا جبل آهن. هن سموري سفري واٽ جي مٽي ۽ پٿر 'باهہ اگرندڙ' جبلن جي آڳ ۾ سڙيل نظر ايندا. وڪار ۽ پاڻي اٿلپ آهي، ايڪڙ ٻيڪڙ ڪٿي ڪي ٻڪريون چرندي ڏسبيون آهن، جيڪي ٻنهہ بندريون ٿين، جن ۾ ڪير نہ ٿئي، پر اُنهن جو گوشت ڪاڌو ويندو آهي. مديني کان خيبر تائين ٻہ وسنديون موجود آهن، هڪ 'صلصال'، جيڪا 128 ڪلوميٽرن تي واقع ۽ ڪافيءَ سرسبز آهي. مقامي ماڻهن جو چوڻ آهي تہ اڌ حصي جي کوهن جو پاڻي ڪڙو ۽ اڌ حصي جو مٺو آهي. ممڪن آهي تہ هيءَ وستي 'فلڪ' هجي. ان کان اڳتي ٻي هڪ ننڍي ۽ ويران وسندي بہ آهي.

خيبر بہ هڪ آتش فشاني زميني ٽڪر آهي. مديني کان اچبو تہ شهر جي پندرهن ويهن ڪلوميٽرن پنڌ تي اچيون ۽ پوکيءَ لائق غيرآباد زمينون نظر اينديون، جيڪي ڏهہ ٻارهن ڪلو ميٽرن ۾ پکڙيل آهن. ان کان پوءِ سڙيل پٽ شروع ٿئي ٿو ۽ رستي جي ساڄي طرف قديم (يهودي) کنڊر ميلن ۾ پکڙيل آهن، جن ۾ ڪجهہ سڪل تلائن جا بند نظر اچن ٿا. اونهاري ۾ پاڻي سُڪي وڃڻ کان پوءِ تہ انهن جي تهہ ۾ ڏڙڳ ڏڙڳ مٽي پري پري تائين ڏسڻ ۾ ايندي آهي. خيبر جي جنگ وقت رسول اڪرم صلي الله عليہ وسلم ايندي توڙي ويندي 'سد الصهباءِ' ۾ ترسيو هو. ان کان اڳتي هڪ هيناهين وسيع ماٿري آهي، جنهن ۾ شهر خيبر واقع آهي. خيبر ۾ ايترا تہ نخلستان آهن، جو بلنديءَ تان شهر جا نشان بہ نظر نہ ٿا اچن. نبوي عهد ۾ ڪتيبہ محلي ۾ ڪجيءَ جا 40 هزار وڻ هئا (ابن الاثير: البداية 2.2:4). اڄ بہ شهر جي ڏکڻ ۾ هڪ اوچي پهاڙ جي دامن ۾ ڪيترا ميل ڊگهو نخلستان موجود آهي.

خيبر ۾ عنيزه قبيلي جا عرب آباد آهن. ڪجين جي فصل لهڻ وقت سندن آبادي وڌي ويندي آهي. شهر ۾ ڪيترا اوچا ٽڪرَ ۽ ٽڪريون موجود آهن، جن مان سڀ کان بلند 'قصر مرحب' سڏبو آهي جيڪو اتي يهودي دور جو يادگار آهي. تُرڪ دور ۾ هتي فوجي ڇانوڻي هئي.

ڪجهہ تاريخدانن لکيو آهي تہ عبراني ٻوليءَ ۾ 'خيبر' جي معنيٰ 'قلعو' آهي. هن بستيءَ جو باني خيبر بن قاليہ بن مهلائيل چيو وڃي ٿو. خيبر جو سڀ کان آڳاٽو ذڪر بابل جي آخري ڪلداني بادشاهہ نبونعد [نبونيد: 556 يا 539 ق. م] جي ميخي ڪتبي ۾ ملي ٿو. ان کان سواءِ هڪ هئي مليل ڪتبي ۾ بہ ان جو ذڪر آهي. ابن ڪتيبہ، ڪتاب المعارف (ص: 313) ۾ لکيو آهي تہ غساني حاڪم الحارث بن ابي شمر جبلہ (528 کان 570ع) هتي حملو ڪيو هو. ان وقت هتي خبر ناهي ڪير رهندا هئا، پر رسول پاڪ صلعم جن جڏهن هتي آيا تہ هيءَ يهودين جي بستي

هئي، جيڪي ڏاڍا خوشحال هئا.

خيبر جو سڀ کان وڏو قلعو قموص آهي، جنهن کي حضرت علي عليہ سلام فتح ڪيو هو. ان جي دامن ۾ مسجد نبوي آهي ۽ اتي نطاه ۽ الشق ٻہ ماڙيون آهن. انهن جي وچ واري ايراضيءَ کي السبخة ۽ المخاضة چون ٿا، جيڪا مسجد نبويءَ تائين پکڙيل آهي، جتي خيبر ۾ رسول پاڪ ﷺ قيام ڪيو هو. هتي اهو پهاڙ بہ آهي، جنهن کي هموار ڪري رسول پاڪ ﷺ نماز پڙهندو هو. اڄ اتي عيد نمازون پڙهبيون آهن.

نطاه ۾ مرحب جو قلعو ۽ محل آهي، جيڪو زبير بن العوام کي مليو هو. الشق ۾ 'الحمة' نالي هڪ چشمو آهي، جنهن تي رسول اڪرم صلعم 'قسمة الملائکة' نالو رکيو هو. عهد نبويءَ کان وٺي اڄ تائين هي چشمو هڪ عجوبو شمار ٿئي ٿو. نطاه جو وڏو چشمو، 'چشمه اللحيحة' حضرت عليؑ سان منسوب آهي. ان کان اڳتي هڪ ٻيو چشمو بہ موجود آهي، ٻئي نخلستانن سان آباد آهن. خيبر شهر جي شهرت، تاريخ اسلام جي حوالي سان 'خيبر جنگ' (668ع) جي ڪري آهي.

**خيبر ايجنسي**: وفاقي حڪومت جي نگرانيءَ ۾ ستن قبائلي ايجنسين مان خيبر ايجنسي بہ هڪ آهي، جنهن جي اوڀر ۾ مهمند ايجنسي ۽ ڪوهہ سفيد جو پهاڙي سلسلو آهي. هن جي اوڀر طرف ضلعو پشاور آهي. اتر اولهندي طرف افغانستان، ڏکڻ ۾ اورڪزئي ايجنسي ۽ ڪرم ايجنسي آهي. خيبر ايجنسي جي جملي پکيڙ 2576 هم چورس ڪلوميٽر آهي. هتي جي آبادي لڳ ڀڳ ٽي لک ٿيندي. هتان ٽي وڏا درياھ، درياه باڙہ، درياه چورا ۽ درياه خيبر وهن ٿا، جيڪي پشاور ۾ داخل ٿيندا آهن.




ايجنسيءَ جو گهڻو علائقو خشڪيءَ وارو آهي. هتي جبلن جا سلسلا موجود آهن، ان کان سواءِ ڪجهہ خوبصورت واديون بہ آهن، جتي پوک بہ ٿئي. هتي ميدان، باڙو، راجگل ۽ بازار جهڙا اهم هنڌ آهن. خيبر ايجنسيءَ کي خيبر لڪ جي ڪري شهرت حاصل آهي، جيڪا واٽ ٻاهرين حملي آورن جو لنگهہ رهي آهي. پشاور ۾ سکن جي دور ۾ خيبر ايجنسي ۾ رهندڙ قبيلا آزاد هئا، ڇو تہ کين خيبر لڪ کي واپار کولڻ عيوض ڪابل جي امير طرفان امدادي رقم ملندي هئي. خيبر ايجنسيءَ جي سڀ کان وڏي قبيلي آفريديءَ جو رابطو انگريزن سان 1839ع ۾ شروع ٿيو. انگريزن پشاور واديءَ تي قبضي ڄمائڻ کان پوءِ 1854ع ۾ آفريدين سان زور آزمائي شروع ڪئي. ان کان پوءِ 1879ع تائين هنن آفريدي قبيلي جي مختلف شاخن سان سازباز ڪري ساڻن ڪيترا معاهدا ڪيا. 1879ع ۾ خيبر ايجنسيءَ کي هڪ انتظامي يونٽ جو درجو ڏئي اتي پوليٽيڪل آفيسر مقرر ڪيو ويو. 1881ع ۾ پشاور ۾ انگريزن ۽ آفريدين درميان خيبر لڪ کي تجارت لاءِ کولڻ بابت معاهدو ٿيو. ان ريت آفريدي قبيلي جي آزادي ۽ خودمختياريءَ کي تسليم ڪندي انگريزن ساليانو چار لک 45 هزار 700 رپين جي امدادي رقم ادا ڪرڻ جو عهد ڪيو. آفريدين طرفان کين اها رعايت ڏني وئي تہ خيبر لڪ جي حفاظت لاءِ انگريز هٿياربند حفاظتي گارڊ مقرر ڪيا ويندا، جيڪي پوءِ 'خيبر رائفلز' جي نالي سان مشهور ٿيا. 1897ع ۾ جڏهن ٽوچي ۽ مالاڪنڊ ۾ انگريزن خلاف بغاوت ٿي تہ آفريدين بہ ان ۾ حصو ورتو. نتيجي طور انگريزن علي مسجد ۽ لنڊي ڪوتل سان گڏ خيبر لڪ تي بہ پنهنجي حڪومت قائم ڪري ورتي. 1898ع ۾ خيبر ايجنسيءَ جي سمورن قبيلن جي گڏيل جرڳي ۾ انگريزن سان معاهدو ڪيو ويو. جنهن جي نتيجي ۾ انگريزن سندن ساليانې امداد بحال ڪري ڇڏي، پر خيبر لڪ تي انگريزن جي قبضي کي تسليم ڪيو. 1902ع ۾ پوليٽيڪل آفيسر جو درجو وڌائي پوليٽيڪل ايجنٽ ڪيو ويو.

خيبر ايجنسيءَ ۾ چار قبيلا آهن: آفريدي، شنواري، ملاگوري ۽ شلماني. هن ايجنسيءَ جو انتظامي سربراهہ پوليٽيڪل ايجنٽ هوندو آهي. موجوده پوليٽيڪل ايجنٽ شيرزاده خان آهي. پوليٽيڪل ايجنٽ علائقي جا ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ ۽ سيشن جج جا فرض بہ سرانجام ڏئي ٿو. خيبر ايجنسيءَ ۾ هيٺيون سب ڊويزنون آهن، (1) لنڊي ڪوتل، (2) جمرود ۽ (3) باڙه. پوليٽيڪل ايجنٽ جو صدر دفتر پشاور ۾ آهي ۽ ڪيمپ آفيس لنڊي ڪوتل ۾ آهي.

**خيبر پختونخوا**: خيبر پختونخوا، پاڪستان جي چئن صوبن مان هڪ آهي، ماضيءَ ۾ هن کي سرحد (N.W.F.P) صوبو چيو ويندو هو. هيءُ صوبو 74521 چورس ڪلوميٽرن جي ايراضيءَ ۽ اٽڪل 22 ملين جي آباديءَ تي مشتمل آهي. هيءُ صوبو ٽن اهم انتظامي حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ حصي جنهن ۾ ائبٽ آباد، بنو، بٽگرام، چارسده، ڊيرا اسماعيل خان، هانگو، هري پور، ڪوهستان، ڪوهاٽ، لڪي مروت، مانسهره، مردان، نوشهرا، صوابي، پشاور ضلعا شامل آهن. ٻئي حصي ۾ مالاڪنڊ ايجنسي، اپر دير، لوئر دير، چترال، سوات، شانگلا جا ضلعا، ان کان سواءِ ڪالا ڍاڪا جو حصو، ڪارا جبل، ڪوهستان، (جتي تربيلا ڊيم آهي) شامل آهن. صوبي جي ٽئين حصي ۾ قبائلي علائقو فاٽا (Fata) آهي، جيڪو 27,220 چورس ڪلوميٽر پکڙيل آهي ۽ لڳ ڀڳ 3,76400 جي آباديءَ تي مشتمل آهي، ان حصي ۾ 7 قبائلي ايجنسيون (Federal Agencies) ۽ 6 سرحدي علائقا (Frontier Regions) شامل آهن. قبائلي ايجنسين ۾ باجوڙ، مهمند، خيبر، اورڪزئي، ڪرم، اتر وزيرستان ۽ ڏکڻ وزيرستان شامل آهن. سرحدي علائقن (Frontier Regions) ۾ بنو، مرڪزي ڪُرم، ڊيرا اسماعيل خان، ڪوهاٽ، لڪي، پشاور ۽ ٽانڪ شامل آهن. سرحدي علائقا ۽ قبائلي ايجنسيون سڌو سنئون گورنر جي ماتحت هونديون آهن. خطي جو اتريون علائقو ٿڌو، برفاني سيارا، سخت برساتون ۽ خوشگوار اونهارا ٿيندا آهن.

هن صوبي جو ڏاکڻو علائقو گرم اونهارن ۽ نسبتاً گهٽ سرديءَ جي حوالي سان مشهور آهي. خيبر بختونخوا جي وڏن اهم درياهن ۾ ڪابل

ندي، سوات ندي، چترال ندي، پنجڪورا ندي، آرا ندي، ڪرم ندي، گومل ندي ۽ زوب ندي شامل آهن. هتان ئي سنڌو نديءَ جو گذر آهي، جنهن کي اُتي اباسين سڏيو وڃي ٿو. اٽڪ وٽ سنڌوءَ ۾ پهاڙين ندين جي پاڻي داخل ٿيڻ ڪري هڪ طرف سفيد ۽ ٻئي طرف ميرانجهو پاڻي ڌار ڌار وهڪرن ۾ نظر اچي ٿو. اهو نظارو شاهه لطيف جي بيت جو عڪس نظر اچي ٿو:

'لهرين لڪ لباس، پاڻي پسڻ هيڪڙو!'

هتي جون سبز ماٿريون ۽ برف سان ڍڪيل پهاڙي چوٽيون خوبصورتيءَ سبب سياحن جي دلچسپيءَ جو مرڪز آهن. ڪنهن دور ۾ هي خطو گنڌارا تهذيب جو مرڪز رهيو آهي، جيڪو هن وقت هتي جي مسلمانن جي مذهب ۽ ثقافت جو مرڪز آهي. زراعت هتي جي اهم معاش جو ذريعو آهي. خيبر پختونخوا جيئن ته هڪ تاريخي حيثيت رکي ٿو، ان جو ثبوت هتي ٻڌ مذهب جو تخت ٻئي نالي هڪ قديم يادگار آهي، جيڪو تقريباً هڪ ق. م کان به اڳ جو آهي. هن صوبي ۾ پٺاڻ قبيلن کان سواءِ مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙ رهن ٿا.

هتي ڪوار، هندڪو، ڪوهستاني، شينا، توروالي، ڪشميري، ڪلاشا ۽ ڪاغاني ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. افغانين جي هجرت سبب هتي غزالي، دراني، قبيلا، ان کان سواءِ سوين هزارين فارسي ڳالهائيندڙ تاجڪ ۽ هزاره به هتي اچي آباد ٿيا آهن. صوبي جا تقريباً سڀ رهاڪو سني مسلمان آهن ۽ هت ڪجهه تعداد اسماعيلي شيعن جو پڻ رهندڙ آهي.

سياسي لحاظ کان هن وقت خيبر پختونخوا ۾ عوامي نيشنل پارٽيءَ جي حڪومت آهي. طالبانن جي پاڪستاني ڌڙن جي انتهاپسند ڪارروائين سبب هن خطي کي سماجي، معاشي توڙي سياحتي حوالي سان تمام گهڻو نقصان رسيو آهي، جنهن ۾ ٻڌ ڌرم جي تاريخي نشانن کي پهتل نقصان به شامل آهي پر فوجي آپريشن بعد هاڻي ڪجهه قدر امن ٿيو آهي. معدنيات توڙي خشڪ ميون جي پيداوار سبب هي صوبو وڏي اهميت رکي ٿو.

**خيبر جي جنگ** (غزوه خيبر): اسلامي تاريخ ۽ عهد نبويءَ جي هڪ اهم جنگ 'خيبر جي جنگ' آهي، جيڪا ستين هجري مطابق 668ع ۾ لڳي.

عرب دنيا ۾ يهودين جي مضبوط ڳڙهه هئڻ ڪري خيبر جي وڏي اهميت هئي. عهد نبويءَ ۾ مختلف هنڌن تان يهودي هتي اچي منتقل ٿيا. مديني مان نڪتل يهودي به اچي هتي وَسيا ۽ سنڌن چرچ تي 'خندق جي جنگ' لڳي هئي. خيبر جا يهودي، مسلمانن لاءِ مستقل خطرو بنجي چڪا هئا. ساڻن منهن ڏيڻ لاءِ ئي رسول اڪرم ﷺ حديبيه ۾ قريشن سان ان شرط تي ٺاهه ڪيو هو ته هو مسلمانن جي جنگين دوران غير جانبدار رهن.

يهودين ستين هجريءَ ۾ مسلمانن جي وڌندڙ طاقت کي ڏسي، ساڻن فيصلو ڪُن جنگ ڪرڻ جو ارادو ڪيو. جڏهن اها خبر حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم جن کي پئي ته جنگ جي تياريءَ جو فيصلو ڪيائون. هڪ مهيني اندر 1600 سپاهين جو لشڪر وٺي مديني مان نڪتا، جن ۾ 200 سوار به هئا.

پاڻ سڳورن پهريون پڙاءُ 'الصهباءُ' ۾ ڪيو. جتي يهودين جو مددي قبيلو 'غطفان' ساڻن ٽڪرايو، پر جلد ئي اُهي هٽي ويا. پاڻ سڳورا ٿي ڏينهن 'الرجيع' ۾ ترسڻ بعد خيبر روانا ٿيا. خيبر وارا مقابلي لاءِ ستن وڏن ۽

ڪيترن ننڍن قلعن ۾ قلعبند ٿي ويا. جتي ڪين منجنيقون به هيون. پيغمبر اسلام صلي الله عليہ وسلم هن جنگ وقت پهريون ڀيرو هڪ جهنڊي جي تياريءَ جو حڪم ڏنو جيڪو تيار ڪيو ويو.

مختلف تاريخدانن موجب ڏهن کان ويهن هزارن تائين يهودين جو لشڪر مسلمانن جي 600 کان 1500 تائين جي لشڪر سان وڙهڻ لاءِ تيار هو. حضرت علي رضہ جي اڳواڻيءَ ۾ ننڍا ننڍا قلعا ته جلد ئي فتح ٿي ويا. ليڪن مکيہ قلعو 'قموص' هو جو فتح ڪرڻ دشوار ٿي لڳو. حضور صلي الله عليہ وسلم جن هڪ ٻئي پٺيان حضرت ابوبڪر صديق ۽ حضرت عمر فاروق رضي الله تعاليٰ عنها کي قلعي جي فتح لاءِ مقرر فرمايو مگر يهودي پهلوان مرحب هن قلعي کي بچائڻ لاءِ زبردست ويڙهه ڪئي. قلعو فتح ٿي نہ سگهيو. آخر حضور پاڪ جن جهنڊو حضرت علي المرتضيٰ جي هٿ ۾ ڏيئي قلعو فتح ڪرڻ لاءِ حڪم فرمايو. وڏي ويڙهه کان پوءِ مرحب مارجي ويو ۽ قلعو حضرت عليؓ فتح ڪري ورتو. هن غزوه ۾ 93 يهودي مارجي ويا ۽ 19 مسلمان شهيد ٿيا. يهودين مجبور ٿي صلح نامو موڪليو. آبادي لائق زمينن تي يهودين جو قبضو رهڻ ڏنو ويو. پر انهن تي شرط لاڳو ڪيو ويو ته اهي پيداوار جو اڌ، هر سال مسلمانن کي ڏيندا رهندا. هن جنگ ۾ اسلامي لشڪر جي سوڀ ۽ صلح کان پوءِ رسول پاڪ ﷺ، يهودين کي وڏيڪ رعايتون ڏنيون. رسول پاڪ ﷺ خيبر جو علائقو 36 حصن ۾ ورهايو. اڌ حڪومت لاءِ رکيو ويو ۽ اڌ سپاهين ۾ ورهايو ويو. ان پسمنظر ۾ هر ايندڙ ڏينهن مسلمانن جي طاقت وڌندي وئي ۽ مسلمانن جي اتحاد ۽ ايڪي ۾ پڻ واڌارو ٿيو.

**خيبرڙو** (ديهه): تعلقي قنبر جي هڪ ديهه. جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ آهن:

سارين جو ڳوٺ، پير بخش کهاوڙ، محمد خان کهاوڙ، غازي کهاوڙ، مجاورن جو ڳوٺ، شريف پتو پنهل کهاوڙ، فضل کهاوڙ ۽ دولت جي واند وغيره.

**خيبر لڪ**: دنيا جو مشهور خيبر لڪ، صوبي خيبرپختونخوا ۾ ڪوهه سليمان ۾ پشاور کان 11 ميلن جي پنڌ تي جمرود قلعي کان شروع ٿئي ٿو ۽ تورخم (افغان سرحد) تائين 35 ميلن تائين پکڙيل آهي. خيبر لڪ (دره خيبر) سان مختلف قومن، تهذيبن، فاتحن ۽ مذهبن جي بقا ۽ فنا، عروج ۽ زوال جي مڪمل تاريخ لاڳاپيل آهي. هن خطي جي جاگرافيءَ هن لڪ کي هڪ تاريخ ڏني آهي. 1600 ق. م ۾ آريا وچ ايشيا مان هلي هتان گذريا. ان کان هڪ هزار سال پوءِ 600 ق. م ۾ ايرانين به هن خطي تي حملي آور ٿيڻ لاءِ هيءُ ئي رستو اختيار ڪيو. 326ع ۾ سڪندراعظم، ان بعد چنگيز خان، امير تيمور ۽ سلطان محمود غزنويءَ جون فوجون به هن لڪ مان ئي گذريون. مغلن به خيبر لڪ جو رستو اختيار ڪيو ۽ ڪيترن صدين تائين هندستان تي قابض ٿي حڪومت ڪئي. اتر کان ايندڙ آخري فاتح احمد شاهه ابدالي به هن رستي سان آيو. انگريز پهريون ڀيرو هن لڪ مان 1839ع ۾ داخل ٿيا ۽ 1879ع ۾ آفريدين سان هڪ معاهدو ڪري ان جي ڪيترن حصن تي غلبو حاصل ڪيو ۽ پوءِ 1898ع ۾ پوري لڪ تي انگريزن جو تسلط قائم ٿي ويو. انگريزن 3500 فٽ بلند لڪ مان ريل گذارڻ جو ڪرشمي جهڙو ڪم ڪيو. هيءَ ريل جي پٽڙي لاڳيتو سرنگهن (Tunels) مان گذري پشاور کان 32 ميلن تي لنڊي ڪوتل وٽ ختم ٿئي ٿي، لنڊي ڪوتل

ڪان طورخم تائين پکو رستو وڃي ٿو. خيبر لڪ جو جابلو سلسلو ڪٿي ميلن جي پکيڙ رکي ٿو ته ڪٿي ايترو سوڙهو ٿي وڃي ٿو جو ان جي ويڪر رڳو 52 فوٽ رهجي وڃي ٿي. هند ۽ سنڌ تي ڪابل-قنڌار ڪان ڪاهون ڪندڙ اڪثر لشڪر هن لڪ ذريعي هن ماٿريءَ ۾ آيا. ساڳيءَ ريت ڪيترا عالم، فاضل ۽ بزرگ پڻ هن لڪ ذريعي هن خطي ۾ وارد ٿيا.

**خيرالدين شاهه بغدادي**: شاهه خير الله عرف شاهه خير الدين، شاهه سيد احمد بغداديءَ جو فرزند ۽ حضرت عبدالقادر جيلانيءَ جي پنجين پيڙهيءَ مان هو. هو بغداد ۾ انهيءَ سال ڄائو، جنهن سال (911هه/ 1505ع) ۾ سنڌ ۾ مخدوم نوح رحه جنم ورتو هو. اوائلي عمر ۾ بغداد مان مڪي شريف آيو ۽ پورا چوڏهن ورهيه حرمين شريفين ۾ تحصيل علم ڪندو رهيو. 'لب تاريخ' جي صاحب لکيو آهي ته هو صاحب جڏهن چاليهن سالن جو ٿيو، تڏهن مڪي شريف ۾ آيو. ان بعد ڪيس سنڌ جي سرسبز سرزمين ڇڪيو ۽ اچي مخدوم نوح جي صحبت ۾ هالڪنديءَ (هالن) ۾ رهيو. هتان فيض پرائي سکر طرف راهي ٿي، هڪ ٽڪريءَ تي عبادت الاهيءَ ۾ مشغول ٿيو. ڪتاب 'انيس الفقراءِ' ۾ آهي ته مخدوم نوح جي مريد درويش ذڪريا (اگهم ڪوٽ واري) سان شاهه خيرالدين ڏاڍيون محققانه صحبتون ڪيون.

شاهه خيرالدين جي خليفن مان مير معصوم جو پوٽو مير محمد ذڪريا، سيد نصيرالدين متعلوي، فقير سڌو ۽ فقير جمال الدين جا نالا خاص ذڪر جوڳا آهن. سيد نصيرالدين جي وفات بعد مخدوم نوح رحه جي خليفي درويش يحيٰ رانئتي جي صحبت ۾ رهي فيض حاصل ڪيائين. آخري عمر ۾ ٽڪري ڇڏي، شاهه خيرالدين پراڻي سکر شهر ۾ انهيءَ هنڌ اچي رهيو، جتي سندس مقبرو آهي. اُتي ترخانن ۽ مغلن جا گهر هئا، جيڪي هنن شاهه صاحب کي نذراني طور ڏئي ڇڏيا. شاهه صاحب 27 رمضان 1027هه مطابق 17 سيپٽمبر 1618ع تي لاولد ٿي دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. شاهه خيرالدين جي وفات جي تاريخ هيٺئين قطعي جي آخري سٽ مان ملي ٿي:

شاهه خيرالدين مه بُرج شرف،
مقبل درگاهه ايزد سروري،
سال تاريخ وصالش عقل گفت،
"مرشد ڪامل طريق احمدي"
1027هه

جيئن ته شاهه خيرالدين کي پُٽ اولاد ڪونه هو ان ڪري سندس خليفي فقير جمال الدين جي اولاد مان سندس مجاور ٿيندا آيا. ميان غلام محمد، شاهه خيرالدين جي مزار تي نهيل ننڍي روضي کي ڍهرائي، موجود روضو تيار ڪرايو. جنهن جي تاريخ 1174هه مطابق 1760ع هئي. رمضان شريف جي 27 تاريخ تي سندس معتقدن جو وڏو اجتماع ٿيندو آهي.

*(حوالو: مخدوم نوح سرور جا سهيوگي، پروفيسر محبوب علي چنا، ص: 02-101)*

**خيرالدين، قاضي**: قاضي خيرالدين نئي جو هو 'حديقة اولاولياءَ' ۾ سيد عبدالقادر ٺٽوي/ نصرپوريءَ ڄاڻايو آهي ته: "هيءُ حال ۽ قال جو صاحب هو. قاضي خيرالدين بابت روايت آهي ته سندس ڏينهن ۾ ڪو ماڻهو سخت بيمار ٿي پيو، جنهن تي ڪنهن به دوا اثر نه پئي ڪيو. ان ڪري سندس بيماريءَ مان تنگ ٿي سندس عزيزن ڪيس جهنگ ۾ ڇڏي ڏنو. هڪ ڏينهن اوچتو قاضي خيرالدين اچي اتان لنگهيو. درويش کي هن جي حال تي رحم اچي ويو ۽ هڪدم بيمار تي شفا پري نظر وڌائين ۽ ان جو علاج ڪيائين، جنهن ڪانپوءِ اهو چڱو ڀلو ٿي ويو. حديقة الاولياء جي مصنف سيد عبدالقادر موجب ته اهو بيمار ماڻهو قاضيءَ جي دعا سان چڱو ڀلو ٿيڻ کانپوءِ چاليهه سالن تائين زنده هو. قاضي خيرالدين جي مزار نصرپور کان هڪ ڪوهه پنڌ تي ڏکڻ طرف واقع آهي.

**خيرالنساءِ جعفري**: سنڌ جي ٻرک ڪهاڻيڪار ۽ نقاد خيرالنساءِ جعفريءَ، 17 آگسٽ 1947ع تي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. جڏهن ته سندس والدين تلهار، ضلعي بدين جا هئا. بنيادي تعليم حيدرآباد ۾ حاصل ڪرڻ بعد نفسيات ۾ پوسٽ گريجوئيشن سنڌ يونيورسٽي، ڄام شوري مان ڪيائين. 1970ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي نفسيات واري شعبي ۾ ليڪچرر مقرر ٿي. خيرالنساءِ جعفريءَ باقاعدي لکڻ جي شروعات 1974ع ۾ ڪهاڻيون لکڻ سان ڪئي. سندس پهرين ڪهاڻي 1974ع ۾ ماهوار 'سوجهري' ۾ شايع ٿي. هن ڪهاڻين ۾ سماجي اڻبرابريءَ ۽ بُراين جو ذڪر جاندار نموني ۽ منفرد اسلوب ۾ ڪيو آهي.



هندستان ياترا ڪرڻ بعد هڪ سفرنامو به لکيائين، جيڪو سندس ڪتاب 'منهنجو تخليقي سفر' ۾ شامل آهي. خيرالنساءِ مختلف موضوعن تي مضمون به تحرير ڪيا، جن ۾ ٻارن جي نفسيات تي لکيل سندس مضمون وڏي اهميت وارا آهن. جيئن ته سندس موضوع 'نفسيات' هو، ان ڪري سندس ڪهاڻين ۾ بين تحريرن ۾ داخلي احساسن ۽ جذبن جو نفسياتي اظهار جاندار انداز ۾ ملي ٿو. خيرالنساءِ جعفري 1974ع کان لاڳيتو ڪهاڻيون لکندي رهي. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو 'تخليق جو موت' جنوري 1978ع ۾ شايع ٿيو. جنهن وڏي مقبوليت حاصل ڪئي. سندس ڪهاڻي 'حويليءَ کان هاسٽل تائين' ۾ هڪ اهڙي مسئلي ڏانهن ڌيان ڇڪايو ويو آهي، جيڪو هڪ وڏي عرصي کان اسان جي سماج جي رڳن ۾ سرايت ڪري ويو آهي. هن عورت جي مظلوميت، ڪمتريءَ ۽ مجبوريءَ جو عڪس بيباڪ انداز ۾ پيش ڪيو آهي. خيرالنساءِ جعفريءَ جي سمورين تخليقن جو گڏيل مجموعو 'منهنجو تخليقي سفر' 1992ع ۾، سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچيءَ پاران ڇاپيو ويو. جنهن ۾ سندس ڪهاڻين کان سواءِ بيون ڪهاڻيون، تقريرون، انٽرويو ۽ پارت جو سفرنامو به شامل ڪيو ويو آهي. هن ڪتاب جو مهاڳ، مشهور ڪهاڻيڪار ۽ ڊرامه نويس عبدالقادر جوڻيجي لکيو آهي.

خيرالنساءِ جعفريءَ 4 مارچ 1998ع تي وفات ڪئي.

**خير بخش مري، نواب**: بلوچستان جي قومي رهنما ۽ نالياري سياستدان نواب خير بخش خان ولد سردار مهر الله خان مريءَ جو جنم 1923ع ڌاري ڪوئيٽا ۾ ٿيو. ڏهن سالن جو هو ته سندس والد وفات ڪري

ويو. سندس والد مري قبيلي جو سردار هو، جنهن کان پوءِ سندس چاچي سرداريءَ جا فرض سر انجام ڏنا. هن چيفس ڪاليج لاهور مان تعليم مڪمل ڪئي. 1950ع ۾ کيس بلوچستان جي مري قبيلي جو سردار منتخب ڪيو ويو. 1956ع ۾ هن سياست ۾ پير پاتو. هيءُ سبيءَ جي تڪ تان مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. 1962ع ۾ هي صدر ايوب جي دور حڪومت ۾ قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو. خير بخش خان مري 1970ع وارين عام چونڊن ۾ نيشنل عوامي پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تان قومي اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو. ان بعد هو قومي اسيمبليءَ جي سيٽ خالي ڪري صوبائي اسيمبليءَ ۾ عطاءُ الله مينگل جي ڪابينا ۾ وزير طور شامل رهيو. خير بخش خان مريءَ جي سنڌ ۾ سياسي طور سائين جي ايم سيد سان تمام گهڻي ويجهڙائي رهي. ون يونٽ جي قيام کانپوءِ ائنٽي ون يونٽ موومينٽ ۾ سردار خير بخش خان مري، سردار عطاءُ الله خان مينگل ۽ بلوچستان جا سمورا اڳواڻ جي. ايم. سيد سان گڏ هئا ۽ سنڌ وانگر بلوچستان ۾ بہ ائنٽي ون يونٽ فرنٽ قائم ڪيو ويو هو. سنڌ، بلوچستان ۽ سرحد (پختونخوا) صوبن جي گڏيل جدوجهد سان ئي اڳتي هلي ون يونٽ ٽٽو ۽ 1 جولاءِ 1970ع تي صوبن جي تاريخي حيثيت بحال ٿي. نومبر 1978ع ۾ سردار خير بخش مريءَ تي سياسي نااهلي جي ڪميشن ستن سالن لاءِ قومي ۽ صوبائي اسيمبليءَ جي چونڊن ۾ حصو وٺڻ تي بندش وجهي ڇڏي. 1975ع ۾ بلوچستان ۾ مري قبيلي خلاف آپريشن دوران کيس سخت تڪليفن کي منهن ڏيڻو پيو. اڳتي هلي نواب خير بخش مري 1980ع ڌاري پاڪستان ڇڏي ٻاهر هليو ويو ۽ 1992ع ۾ واپس بلوچستان آيو. 1993ع وارين چونڊن ۾ سندس 2 پٽ نوابزاده چنگيز خان مري ۽ سردار گزين خان مري بلوچستان صوبائي اسيمبليءَ جا ميمبر چونڊيا ويا. سردار خير بخش خان مريءَ کي بلوچستان جي قومپرست رهنمائن ۾ اهم حيثيت حاصل آهي. هو ابتدا کان وٺي بلوچستان جي قومپرست تحريڪ جي رهنمائي ڪندو آيو آهي. سندس فرزند مير بالاچ خان مري پڻ بلوچ قومپرست اڳواڻ هو جيڪو مبينا طور افغانستان بارڊر تي نيٽو حملي ۾ مارجي ويو هو. خير بخش مري روانيءَ سان سنڌي ڳالهائيندو آهي. سندس شمار خطي جي اهم ۽ لائق سياستدانن ۾ ٿئي ٿو.



**خيرپور**[1]: خيرپور، ٽالپر گهراڻي جي حڪومت دوران ’ڇوِياري‘ جي اهم رياست رهي آهي، جيڪا هن وقت سنڌ جو اهم ضلعو ۽ شهر آهي. هيءُ علائقو کجين ۽ پيرن جي ڪري گهڻو مشهور آهي. سڄي پاڪستان ۾ کجيءَ جي سڀ کان گهڻي پيداوار هن ضلعي ۾ ٿئي ٿي. هيءُ ضلعو سنڌو نديءَ جي ڪپ تي آهي. ڏکڻ سنڌ جو پاٽي ناري ۽ روهڙي ڪئنالن جي ذريعي خيرپور مان گذري ٿو. سنڌ تي عربن جي قبضي کان اڳ هيءُ ’بوئر‘ نالي سان هڪ ننڍي ڳوٺ جي صورت ۾ آباد هو، جيڪو اروڙ جي حدن ۾ راءِ گهراڻي ۽ برهمڻ گهراڻي جي حڪومتن هيٺ رهيو. ان کان پوءِ عربن، سمن، سومرن، مغلن، ارغونن، ترخانن ۽ ڪلهوڙن جي دور ۾ بہ هن ڳوٺ/ شهر جي موجودگي ملي ٿي.




ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي وچ ۾ هالاڻيءَ واري فيصلي ڪن جنگ، سال 1781ع ۾ لڳي، جنهن بعد ڪلهوڙن جي آخري شهنشاه عبدالنبي ڪلهوڙي ۽ ان جي غير ملڪي اتحادي افغانين کي شڪست ملي ۽ سندس حڪومت ختم ٿي، نتيجي ۾ سنڌ تي ٽالپرن جي حڪومت قائم ٿي. هالاڻيءَ جي معرڪي ۾ مير فتح علي خان ٽالپر سان ٻہ ساٿي: مير سهراب خان ٽالپر ۽ مير ٺارو خان ٽالپر گڏ هئا. هالاڻيءَ جي جنگ ۾ فتح کان پوءِ مير فتح علي خان ٽالپر حڪومت جون واڳون سنڀاليون. حڪومت کي ٿورو ئي عرصو گذريو تہ ميرن جا پاڻ ۾ اختلاف ٿي پيا. مير فتح علي خان سنڌ کي ستن حصن ۾ ورهائي، چار حصا پاڻ ڪنيا، ٻہ حصا مير سهراب خان کي ۽ هڪ حصو مير ٺاري خان کي ڏنائين. اهڙيءَ ريت سنڌ انتظامي طور ٽن رياستن ۾ ورهائجي وئي، جنهن تحت خيرپور رياست جي






حڪمراني مير سهراب خان جي هٿ هيٺ آئي. مير سهراب خان خيرپور ۾ اچي پنهنجي رياست ۾ حڪومت ڪرڻ لڳو. خيرپور شهر 1783ع تائين هڪ ڳوٺ جي صورت ۾ موجود هو، جتي بوراوا ذات جا ماڇو قلپوٽن جون بنيون آباد ڪندا هئا، جنهنڪري خيرپور کي بوراهڻ، بوراهن واري واند ۽ بورن واري خيرپور به سڏيندا هئا. مير سهراب خان خيرپور کي 1786ع ۾ خيرپور کي پنهنجو تخت گاهه بنايو. جنهن کي پنهن جو جهنڊو، فوج ۽ ٽپال جون ٽڪليون هيون. مير سهراب خان کان پوءِ خيرپور تي مير رستم ٽالپر، مير علي مراد ٽالپر ۽ پوءِ مير فيض محمد ٽالپر ۽ مير امام بخش ٽالپر حڪمران ٿيا. مير سهراب خان رياست 'خيرپور' جون حدون، اتر ۾ ڪشمور ۽ ڪوٽ سبزل تائين، اولهه ۾ ڪڇيءَ ۽ گنڊا واهه تائين، ڏکڻ ۾ نوشهري فيروز تائين ۽ اوڀر ۾ جيسلمير تائين پکڙيل هيون. 1843ع ۾ مياڻي جي جنگ ۾ برتري حاصل ڪرڻ کانپوءِ انگريزن خيرپور جي رياست جو حاڪم مير علي مراد خان کي رهڻ ڏنو. ڪجهه عرصي کانپوءِ انگريزن پنهنجي ٿي وفادار مير علي مراد خان ٽالپر تي ڪميشن ويهاري ڪانئس سڄي رياست کسي ڪيس فقط موجوده خيرپور ضلعي وارو حصو رياست طور ڏنو ويو. 1938ع ڌاري خيرپور برطانيا شهنشاهيت جي اثر هيٺ اچي وئي ۽ هندستان جي ٻين راجائي رياست وانگر هڪ الڳ راجائي رياست PRINCELY STATE سڏجڻ لڳي. ورهاڱي وقت هر رياست جي حڪمران کي اهو حق ڏنو ويو ته هو پنهنجي مرضي موجب آزاد، خودمختيار رهي يا هندستان، پاڪستان مان ڪنهن به ملڪ ۾ شامل ٿئي. 1947ع کانپوءِ برصغير جون اڪثر شهنشاهي رياستون هندستان ۽ پاڪستان ۾ شامل ٿي ويون پر 3 آڪٽوبر 1947ع تي پاڪستان جي نئين گورنر جنرل محمد علي جناح ۽ مير علي مراد خان ٽالپر ثانيءَ جي وچ ۾

7. Nothing in this Instrument shall be deemed to commit me in any way to acceptance of any future constitution of Pakistan or to fetter my discretion to enter into arrangements with the Government of Pakistan under any such future constitution.

8. Nothing in this Instrument affects the continuance of my sovereignty in and over this State, or, save as provided by or under this Instrument, the exercise of any powers, authority and rights now enjoyed by me as Ruler of this State or the validity of any law at present in force in this State.

9. I hereby declare that I execute this Instrument on behalf of this State and that any reference in this Instrument to me or to the Ruler of the State is to be construed as including a reference to my heirs and successors.

Given under my hand this third....... day of October Nineteen hundred and forty seven.

(ON BEHALF OF THE MINOR RULER)
Chairman of the Board of the Regency & President of the Executive Council, Khairpur State.

-------

I do hereby accept this Instrument of Accession.

Dated this ....[illegible]....... day of [illegible]
Nineteen hundred and forty seven.

(Governor-General of Pakistan.)

معاهدو ٿيو جنهن کي (Instrument of Accession) سڏيو ويو. ان معاهدي تحت رياست جا پرڏيهي معاملن سميت دفاع ۽ رابطي ڪاري جا معاملا پاڪستان ۽ باقي رياستي معاملا رياست جي ٽالپر حڪمران وٽ رهڻ ڏنا ويا. جڏهن ته خيرپور رياست جي آزادي، خودمختياري جي پڻ ضمانت ڏني وئي. 1950ع ۾ خيرپور رياست جون پهريون پيرو جمهوري چونڊون ٿيون ۽ 'خيرپور ليجسليٽو اسيمبلي' قائم ٿي. جنهن جو افتتاح مير علي مراد خان جي ويجهي دوست ۽ پاڪستان جي پهرين وزير اعظم لياقت علي خان ڪيو. ان عرصي دوران خيرپور رياست اندر شهرين کي نئين ملڪ پاڪستان جي نسبت وڌيڪ سهولتون ميسر رهيون. جنهن ۾ طبي سهولتن کان ويندي مفت طبي مشورا، دوائون، ڪاڌو وغيره رياست پاران ڏنو




ويندو هو. مقامي ڊاڪٽرن سان گڏ پرڏيهي ڊاڪٽرن کي رياست ۾ گهرائي ماڻهن جي علاج کي بهتر بنائڻ لاءِ قدم کنيا ويا. رياست جي مجموعي پيداوار مان 22 سيڪڙو رقم تعليم لاءِ مختص ڪئي وئي. خاص طور يورپ مان استادن جي تربيت لاءِ انسٽرڪٽر آندا ويا ۽ پرائمري کان ويندي مئٽرڪ تائين مفت تعليم ڏني ويندي رهي. ضرورتمند شاگردن کي راشن کان ويندي ڪتابن، ڪپڙن، رهڻ ڪرڻ جو خرچ رياست پاران ميسر ڪري ڏنو ويندو هو. ان کان علاوه تعليم بالغان لاءِ مخصوص اسڪول قائم ڪرڻ سميت عورتن جي تعليم لاءِ جرمني مان ليڊي ٽيچرز جي سرپرستي ۾ اسڪول کوليا ويا. ان دوران رياست ۾ امن امان رهيو ۽ مير علي مراد خان يورپ جا دورا ڪري صنعتڪاري کي هٿي وٺرائڻ لاءِ مشينري جو انتظام ڪيو. جنهن سان خيرپور رياست معاشي طور مستحڪم ٿي. 1951ع جي عرصي کانپوءِ خيرپور رياست کي پاڪستان ۾ ضم ڪرڻ لاءِ زور وڌو ويو ۽ نيٺ 1955ع ۾ رياست جي والي مير علي مراد ٽالپر کي شاهي مراعتون ڏيڻ جي عهد نامي بعد خيرپور رياست جي 'آزاد رياست' واري حيثيت ختم ڪري ان کي پاڪستان ۾ ضم ڪيو ويو. ان کان پوءِ خيرپور سنڌ جو هڪ اهم شهر بڻجي ويو ۽ هن وقت خيرپور رياست کي ضلعي جي حيثيت حاصل آهي.

خيرپور جو اڌ کان وڌيڪ حصو ريگستاني/ واريا سو علائقو آهي، جتي واريءَ جون وڏيون ڀٽون پکڙيل آهن. انهن ڀٽن جو سلسلو بهاولپور رياست جي چولستان جي علائقي کان شروع ٿي سنڌ جي ٿرپارڪر ضلعي ۽ ڪڇ جي رڻ سان وڃي لڳي ٿو. هن وقت اهو سڄو علائقو هڪ غير آباد ريگستان آهي، جيڪو هڪ پراڻي تهذيب جو گهوارو آهي، جو جو انهن غير آباد ڀٽن ۾ ڪيترا ٺڪرانا نظر اچن ٿا، جيڪي پراڻي دور جي خوشحالي ۽ آسودگيءَ جي ساک ڀرين ٿا. خيرپور ضلعو، سنڌو نديءَ ۽ راجپوتانا جي رڻ جي وچ ۾

آهي، جنهن کي اپرندو نارو ۽ بيا واهه. سکر بئراج وٽان وهي آباد ڪن ٿا. هن خطي جي زمين جدا جدا جڳهين تي مختلف حالتن واري آهي ڪٿي ساوڪ آهي، ڪٿي واريءَ جا دڙا آهن. ڪٿي نوان شهر ۽ ڳوٺ آباد آهن. تہ ڪٿي تاريخ کان اڳ واري دور جا دڙا موجود آهن.

**جاگرافيائي بيهڪ:** بيهڪ جي لحاظ کان خيرپور سنڌ جي دل آهي. خيرپور 27° 31' 60" ڊگريون ويڪرائي ڦاڪ ۽ 68° 46 00" ڊگريون اوڀر ڊگهائي ڦاڪ تي واقعو آهي. موجوده خيرپور ضلعي جون حدون اتر ۾ سکر، اولهه ۾ لاڙڪاڻي ۽ ڏکڻ ۾ سانگهڙ ضلعن سان ملن ٿيون. هيءُ ضلعو اوڀر کان وري جوڌپور ۽ جيسلمير رياستن سان ملي ٿو ۽ هندستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ حد قائم ڪري ٿو. خيرپور جي اتر اولهہ واري سرحد جي پاسي کان 80 ميلن تائين سنڌو نديءَ جو وهڪرو آهي، جنهن مان سکر وٽان خيرپور جي آباديءَ لاءِ ٻہ واهہ، ميرواهہ ۽ ابل واهہ نڪرن ٿا. ڏکڻ کان روهڙيءَ ڏانهن ٽڪرن جي قطار ارڙهن ميلن تائين پکڙيل آهي، جنهن کي گهاڙ وارا ٽڪر سڏين ٿا. اهي ٽڪر سمنڊ جي سطح کان سادا چار سئو فوٽ مٿي آهن، جتي ڪنهن بہ قسم جي آبادي نہ آهي. انهن مان ڪن ٽڪرن تي اوليائن جون درگاهون آهن.

**ايراضي:** ايراضيءَ جي لحاظ کان پاڪستان ۾ خيرپور ضلعو سورهين نمبر تي آهي. هن ضلعي جي ڊيگهہ 120 ميل ۽ ويڪر 70 ميل آهي، پر ايراضي سنڌو نديءَ جي پاڻ سبب هميشہ هڪ جهڙي نہ رهندي آهي، جيڪا ڪڏهن وڌندي تہ ڪڏهن گهٽبي رهي آهي. 1874ع ۾ 6109 ميل هئي؛ 1907ع ۾ 6050 ميل؛ 1947ع ۾ 6060 چورس ميل ۽ 1961ع کان وٺي اڄ تائين 6018 چورس ميل رهي آهي. اها سموري ايراضي 1220301 ايڪڙ آهي، جنهن مان 676902 ايڪڙ زمين آباديءَ جي لائق آهي ۽ باقي ايراضي شهرن، ڳوٺن، بيلن ۽ واريءَ جي غير آباد دڙن سان والاريل آهي.

**انتظامي حصا:** انتظامي لحاظ کان خيرپور ضلعو ٻن حصن ۾ ورهايل آهي، خيرپور سب ڊويزن ۽ ميرواهہ سب ڊويزن. خيرپور سب ڊويزن جو هيڊ ڪوارٽر خيرپور ۽ ميرواهہ سب ڊويزن جو هيڊ ڪوارٽر ڪوٽڏيجيءَ ۾ آهي. اهي سب ڊويزنون جدا جدا تعلقن ۽ ٽپن ۾ ورهايل آهن، جن جو تفصيل هن ريت آهي.

**(الف) خيرپور سب ڊويزن:** هن سب ڊويزن ۾ خيرپور ۽ گنبٽ ٻہ تعلقا آهن. ٻنهي تعلقن جي مشهور شهرن ۽ ڳوٺن جو احوال ڏجي ٿو:

(1) **خيرپور تعلقو:** هن تعلقي ۾ هيٺيان شهر ۽ ڳوٺ مشهور آهن.

**ٻيرلوءِ:** هيءُ هڪ پراڻو شهر آهي ۽ ڪجيءَ جي باغات کان مشهور آهي. هن شهر جي ٻاهران ٻونهين ۾ موٽڻ شاهہ ۽ ابراهيم شاهہ جون درگاهون آهن.

**ٽيڙهي:** هيءُ شهر خيرپور جي اتر اوڀر کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهي، هن ۾ رياست جو وڏي ۾ وڏو ديني مدرسو دارالهديٰ آهي، جيڪو سڄي پاڪستان ۾ مشهور آهي. هتي ڪارڪن جو لکين رپين جو واپار ٿيندو آهي. ناليوارو قومي راڳي سرمد سنڌي ۽ احمد مغل بہ هتان جا آهن.

**پريالوءِ:** هيءُ هڪ قديم شهر آهي، جيڪو باغات ۽ سبزي کان گهڻو مشهور آهي. هتي سنڌ جي مشهور بزرگن: پير صالح شاهہ، سرائي ۽ مخدوم محمد اسماعيل پرياليوءَ جون درگاهون آهن. سوسين جو چڱو واپار ٿيندو آهي.

**پيرجوڳوٺ:** هيءُ خيرپور کان اولهہ طرف اٽڪل ٻارهن ميلن جي مفاصلي تي پير پاڳارن جو ڳوٺ آهي. هتي 27 رجب ۽ عيدن جي موقعن تي پير پاڳاري جي مريدن جا وڏا اجتماع ٿيندا اهن. واپار جو سٺو مرڪز آهي.

**خيرپور شهر:** هيءُ شهر خيرپور ضلعي جو هيڊ ڪوارٽر آهي ۽ شهر جي آدمشماري 25 لک ماڻهن تي مشتمل آهي. خيرپور ميرواهہ جي ٻنهي طرفن تي هڪ سهڻي شهر طور آباد آهي ۽ واپار جو وڏو مرڪز آهي. هن شهر ۾ ٽن بزرگن: پير رڪن الدين، ضياءِ الدين ۽ حاجي جعفر شهيد جون مزارون آهن. هتي ريڊيو پاڪستان جي اسٽيشن قائم آهي. هتي شاهہ عبداللطيف يونيورسٽي ۽ ان جا مختلف ادارا سچل چيئر، شيخ اياز چيئر، روضي ڌڻي چيئر، تنوير عباسي ڪارنر موجود آهن. ان کان سواءِ هن شهر جي سڃاڻپ




حضرت روضي ڌڻي رح جي درگاهہ (پير ڳوٺ)

فيض محمد ٽالپر جو ٺهرايل شاندار فيض محل بہ آهي. خيرپور ۾ سپيريئر سائنس ڪاليج، ممتاز ڪاليج ۽ ٽيڪنيڪل ڪاليج موجود آهن.

**لقمان:** هيءُ خيرپور کان ٻن ميلن جي پنڌ تي هڪ ننڍڙو شهر آهي، جنهن جو بنياد نواب مير لقمان خان رکيو هو. هتي جنڊيءَ جو سامان تمام سٺو ٺهندو آهي. هن وقت خيرپور جوئي حصو آهي. ٻنهي حصن کي ريلوي لائين ڌار ڪري ٿي.

(2) **گنبٽ تعلقو:** هن تعلقي ۾ هيٺيان شهر ۽ ڳوٺ مشهور آهن:

**درازا:** هيءُ شهر فاروقي بزرگن جي ڪري مشهور آهي، هتي سنڌ جي منصور ثاني، صوفي شاعر حضرت سچل سرمست جي مزار آهي، جتي هر سال رمضان



درگاهہ حضرت سچل سرمست رح (درازا)

شريف جي چوڏهين تاريخ تي عرس ۽ ميلو وڏي ڌام ڌوم سان ٿيندو آهي. سچل سرمست جي روضي جي سامهون واري پڊر سنڌس والد جي مزار بہ آهي.

**راڻيپور:** هيءَ هڪ پراڻو شهر آهي ۽ جيلاني پيرن جي درگاهه ڪان مشهور آهي، جتي هر سال ربيع الثاني مهيني جي ٻارهين جو ميلو لڳندو آهي. هتي جون ٺهندڙ چاندنيون مشهور آهن.

**کهڙا:** هيءَ هڪ قديم شهر آهي، جتي کهڙائي مخدومن ۽ اُڃڻ فقيرن جون مشهور خانقاهون آهن. هي شهر قديم زماني کان وٺي ديني مرڪز رهيو آهي. هتي تمام سٺيون ٽوپيون ٺهنديون آهن.

**ڪمال ديرو:** کهڙا کان ڪجهه مفاصلي تي ڳوٺ ڪمال ديري ۾ وقت جي وڏي عالم ۽ بزرگ، حضرت غلام محمد مهيسر رح جي خانقاهه واقع آهي.

**گنبت:** هيءَ تعلقي جو هيڊڪوارٽر آهي. هتي جيلاني پيرن جي وڏي درگاهه آهي. جتي ربيع الثاني مهيني جي ٻارهين تاريخ تي ميلو لڳندو آهي. هن شهر ۾ اوائل کان وٺي بهترين کيس ٺهندا آهن.

**هنگورجا:** هيءَ هڪ قديم شهر آهي، جتي لڪياري سادات جي درگاهه آهي. هتي تمام گهڻا کنڊرات ۽ پراڻا آثار آهن. هن وقت واپار جو سنو مرڪز آهي.



خيرپور جو مشهور فيض محل

**(ب) مير واهه سب ڊويزن:** هن ۾ ڪوٽڏيجي، ميرواهه، فيض گنج ۽ نارو تعلقا اچي وڃن ٿا. انهن تعلقن جي مشهور شهرن ۽ ڳوٺن جو احوال ڏجي ٿو:

(1) **ڪوٽڏيجي تعلقو:** هن تعلقي ۾ هيٺيان شهر ۽ ڳوٺ مشهور آهن.

**بنگلو:** ڪوٽڏيجي شهر کان هڪ ميل پنڌ تي هڪ ننڍڙو شهر ۽ واپار جو سٺو مرڪز آهي. جتي به ميرن جي رهائش جون جايون آهن.

**جسڪاڻي:** هيءَ شاهي رستي تي هڪ ننڍو ڳوٺ آهي، جيڪو ميرن جي صاحبيءَ ۾ دريا خان جسڪاڻي ٻڌايو هو. هتي هڪ پوليس جي چونڪي به قائم آهي.

**ڪوٽڏيجي:** قديم زماني ۾ هي شهر پراڻي تهذيب جو مرڪز رهيو آهي. هن وقت به چڱو شهر آهي، جتي ميرن جا رهائشي بنگلا ڏسڻ جهڙا آهن. انهن کان سواءِ ڪوٽڏيجيءَ جا قديم آثار ۽ ڪوٽڏيجيءَ جو جنگي قلعو بهترين يادگار آهن.

**ڪنب:** هي به هڪ ننڍڙو ڳوٺڙو آهي، جيڪو ڪراچيءَ واري شاهراهه ٺهڻ کان پوءِ جلدي اُسريو آهي ۽ واپار جو چڱو مرڪز بڻجي ويو آهي.

(2) **مير واهه تعلقو:** هن تعلقي ۾ هيٺيان شهر ۽ ڳوٺ مشهور آهن:

**بوزدار وڏا:** هتي هڪ پراڻو ڳوٺ آباد آهي. هتي جا ماڙيچا، انگوڇا ۽ ٻيو چڱو ڪپڙو ٺاهيندا آهن.

**ٺري:** هي تعلقي جو هيڊڪوارٽر آهي. اناج جي چڱي منڊي آهي.

**پڪا چانگ:** هي چانگن جو هڪ پراڻو ڳوٺ ۽ تعلقي جو هيڊ ڪوارٽر آهي. ٻريا روڊ اسٽيشن تائين پڪي رستي ٺهڻ کانپوءِ چڱي ترقي ڪري ويو آهي.



ڪوٽ ڏيجيءَ جو قلعو

**سيٺارجا:** ٺري ۽ هنگورجا شهرن جي وچ تي هڪ پراڻو شهر آهي. هن وقت هتي اناج جو سٺو مرڪز آهي. رئيس عطا محمد خان لنڊ (مرحوم) مشهور پي. ٽي. وي پروڊيوسر سميع بلوچ ۽ نثار احمد لنڊ هتان جا آهن.

(3) **فيض گنج تعلقو:** هن تعلقي ۾ هيٺيان شهر ۽ ڳوٺ مشهور آهن.

**پنگو بهڻ:** پڪا چانگ جي اولهه طرف پنجن ميلن جي مفاصلي تي به ڳوٺ پنگو ۽ بهڻ آهن، جيڪي گڏجي هڪ چڱو ڳوٺ بنجي ويا آهن. هتي هاءِ اسڪول هجڻ ڪري فيض گنج تعلقي جا ڪافي ماڻهو تعليم يافته ٿي چڪا آهن. هتي جي آدمشماري 795 آهي.

**ڪرونڊي:** پڪا چانگ جي اوپر ۾ پنجن ڇهن ميلن جي مفاصلي تي هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي. هتي اناج جي سٺي مارڪيٽ آهي.

(4) **نارو تعلقو:** هن تعلقي ۾ هيٺيان شهر ۽ ڳوٺ مشهور آهن:

**تجل:** ايرندي ناري جي پرئين پاسي ڏيڍ ميل کن جي مفاصلي تي هڪ ننڍڙو ڳوٺڙو آهي ۽ هي ڳوٺ شاهه عنايت شهيد جي فرزند مخدوم سلام الله عرف ٽرڏٽيءَ جي درگاهه ڪان مشهور آهي. هتي هر سال ذوالحج مهيني ۾ هڪ فقيراڻو ميلو لڳندو آهي. هتان جو فاقيرو تيل سنڌن جي سُور جو بهترين علاج آهي.

**چونڊڪو:** هيءَ ناري تعلقي جو وڏي ۾ وڏو ۽ هندڪو ڳوٺ آهي، هتي جا هندو واپاري سنڌ جي مختلف شهرن ۾ واپار ڪندا آهن. هتي واڻ ۽ گيهه جو چڱو واپار ٿيندو آهي.

**سوراهه:** هيءُ مشهور ڳوٺ آهي جتي ڪي سرڪاري آفيسون آهن. هتان ڪيترن ئي قديم ماڳن تي رستا نڪرن ٿا.

**ڦاڙهيارو:** هيءُ لغاري بلوچن جو ننڍڙو ڳوٺ آهي، ناري تعلقي جو ٻيو نمبر شهر ليکيو وڃي ٿو واڻ ۽ گيهه جو چڱو مرڪز آهي.

**(پ) ميراڻا يادگار:** هونئن ته ميرن جا خيرپور شهر ۾ ٻين جڳهن تي ڪيترا باغ ۽ تفريح گاهه هئا، جتي سير، شڪار ۽ ٻين مشغلن سان دل وندرائي ويندي هئي، پر هيٺيون پنج جڳهيون ذڪر ڪرڻ جي قابل آهن:

**آزاد منزل:** ديهه حسين آباد، تعلقي ڪوٽڏيجي ۾ واريءَ جي دڙن جي وچ ۾ هڪ عاليشان بنگلو ۽ ان جي چوڌاري هڪ وڏو باغ لڳل هو. اهو بنگلو ۽

باغ ميرعلي نواز خان ’ناز‘ ٺهرايو هو. انهيءَ بنگلي جي پٺين تي بهترين قسم جي چٽسالي ۽ گلڪاري ٿيل هئي. مير صاحب ڪڏهن ڪڏهن اتي



خيرپور ۾ قائم شاهه عبداللطيف يونيورسٽي

اچي آزاد فضا ۾ ڪئمپ ڪندو هو. هن وقت اهو بنگلو ڊهي ويو آهي ۽ باغ به اُجڙ ٿي ويو آهي.

**دوباغو:** خيرپور شهر جي ڀاڙان، ميرواهه جي ڀرسان هڪ بهترين قسم جو باغ هو، جنهن کي دوباغو سڏيندا هئا. هن باغ ۾ هر قسم جا ميويدار وڻ ۽ گل ٻوٽا هوندا هئا. باغ جي لڳ هڪ بهترين بنگلو ٺهيل هوندو هو، جتي انگريزن جو ريزيڊنٽ آفيسر رهندو هو. مير علي مراد خان گهڻو ڪري اتي ڪئمپ ڪندو هو.

**ربوءَ جي ڪڏ:** خيرپور شهر جي اوڀر واري پاسي کان هڪ وڏو تلاءُ هوندو هو، جنهن ۾ خيرپور جا شهزادا ٻتيلن تي چڙهي تفريح ڪندا هئا. تلاءَ جي ڀاڙان هڪ وڏو باغ هوندو هو، جنهن کي لکي باغ سڏيندا هئا. ان ۾ هر قسم جا رنگا رنگي گل ۽ ٻوٽا هوندا هئا. هتي عام ماڻهو به سير ۽ تفريح لاءِ ايندا هئا. اتي ميرعلي مراد خان جي هڪ سهري ميان ربنواز خان لوڏيال جو گهر به هوندو هو. ربوءَ جي ڪڏ تي سنڌ جي مشهور ڪهاڻيڪار نسيم کرل جو شاندار مضمون لکيل آهي.

**ڪالهوڙي:** خيرپور شهر کان ٻه ٽي ميل اوڀر تي هڪ وڏي ڍنڍ هوندي هئي، جنهن مان بي انداز ٻهه، مڇي ۽ لوڙهه نڪرندا هئا ۽ پکين جو بهترين شڪار به ٿيندو هو. ڍنڍ جي ڀرسان لاڳيتو هڪ مهاڙي هوندي هئي، جيڪا هاڻي ختم ٿي چڪي آهي.

**ڪاناٽي:** هيءَ گنبٽ تعلقي جي شهر راڻيپور کان ڇئن ميلن جي مفاصلي تي هڪ وڏي ڍنڍ هوندي هئي، جتي بهترين قسم جو شڪار ٿيندو هو. مير علي مراد خان هن ڍنڍ تي گهڻيون منزلون ڪندو هو.

**(ج) هاڻوڪيون تفريح گاهون:** خيرپور ۾ ماڻهن لاءِ تفريح گاهون تمام گهٽ آهن. تڏهن به هيٺين جڳهين جو ذڪر دلچسپيءَ کان خالي ٿيندو.

**هزهائينس جا باغيچا:** خيرپور شهر جي فيض محل، لال بنگلي ۽ ڪوٽڏيجيءَ جي شاهي محل جي لڳ هزهائينس جا باغيچا آهن، جن ۾ هر قسم جا گل ۽ بهترين ڇپر جا ٻارا ٺهيل آهن، هتي شاهي خاندان جا ماڻهو ۽ سندن مهمان تفريح حاصل ڪندا آهن.

**وڏيري الهداد خان جو باغ:** فيض گنج تعلقي جي ڪرونڊي شهر ۾ الهداد خان راڄپر، لاهور واري شاليمار جي نموني تي هڪ ننڍو باغيچو ٺهرايو هو، جنهن ۾ هر قسم جا ديسي ۽ ولايتي گل بهترين ڇهڇٽو پيش ڪن ٿا. هڪ ننڍڙي وستيءَ ۾ اهڙو باغيچو هجڻ هڪ وڏي ڳالهه آهي.

**ڦول باغ:** هيءُ خيرپور جي وچ ۾ ميونسپالٽيءَ جي طرفان هڪ ننڍڙو باغيچو ٺهيل هوندو آهي، جتي سياسي ۽ مذهبي جلسا ٿيندا رهندا آهن. شام جو عام ماڻهو اچي تفريح ڪندا آهن. هن باغيچي جي وچ ۾ هڪ ننڍڙي لئبرري به آهي.

**جيمخانو:** هي خيرپور شهر ۾ رياست جي ڪامورن لاءِ هڪ ڪلب آهي، جتي هر قسم جي گهريلو راندين (Indoor Games) جو بندوبست ٿيل آهي. هتي مختلف موقعن تي دعوتون ۽ ادبي تقريبون ٿينديون رهنديون آهن.

**اسٽيڊيم ۽ ممتاز گرائونڊ:** خيرپور شهر جي اترئين پاسي تي ٻه وڏا کليل ميدان آهن، جتي شهر جا ماڻهو هاڪي، فوٽ بال، ڪرڪيٽ ۽ ٻيون رانديون ڪري دل وندرائيندا آهن. وڏيون مئچون يا وڏا جلسا به انهن ميدانن تي ٿيندا رهندا آهن. سچل اڪيڊمي، سچل سرمست لائبرري ۽ ريڊيو پاڪستان جون عمارتون به يادگار آهن.

**زبان:** خيرپور ۾ سنڌي، سرائڪي، بلوچي ۽ اردو زبانون رائج آهن. ڪثرت سنڌي ۽ سرائيڪي ڳالهائڻ وارن جي آهي. مير فيض محمد خان اول جي زماني تائين هتي سرڪاري زبان فارسي هئي. ان کان پوءِ اڄ تائين سنڌي آهي.

**(ر) قديم آثار:** خيرپور ۾ تاريخ کان اڳ جي دور جا ڪيترائي يادگار موجود آهن، جن ۾ هيٺيان اهم مقام آهن:

**ابل ويسر وارو دڙو:** هي جڳهه ٺريءَ جي ڳوٺ کان ڏيڍ ميل کن جي مفاصلي تي ابل ويسر جي ڳوٺ جي ڀرسان آهي. هيءُ هڪ وڏو دڙو آهي، جيڪو ٺڪرائي سان ڀريل آهي. اهو دڙو تعلقي ميرواهه ۾ آهي.

**اڙاهه جي پٽي:** هيءَ جڳهه محراب پور جي شهر ۽ ٽنڊي ميرعاليءَ جي وچ تي آهي، جتي ٻن ٽن ميلن ۾ هڪ وڏو ٺڪرائو آهي، جنهن کي اِڙاهه جي پٽي سڏيندا آهن. اها پٽي ديهه محمد اصحابي، تعلقي ميرواهه ۾ آهي.

**باغو ڏوري وارو دڙو:** هيءُ دڙو ديهه باغو ڏوري، تعلقي ميرواهه ۾ ٺريءَ جي شهر کان پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهي. اتي ڪافي ٺڪرائو موجود آهي. هن دڙي جي هيٺان ڪيڻ وهائيندي، ٽي ڀراٽا کوهه هٿ آيا آهن. هي دڙو ۽ کوهه شرف الدين پنجابيءَ جي ڳوٺ جي ڀرسان آهن.

**ٻوهي وارو پڙو:** هيءُ پڙو ديهه عثمان ملي، تعلقي فيض گنج ۾ ٻوهي ريسٽ هائوس جي ڀرسان آهي. هتي ڪافي انداز ۾ ٺڪريون نظر اچن ٿيون ۽ ڪجهه عمارتن جا نشان ملن ٿا.

**ترائيءَ وارو دڙو:** هيءُ دڙو ديهه تارئي تعلقي فيض گنج ۾ آهي. هتي ڳاڙهي واري ۽ ٺڪرائو آهي. هتي برسات جي موسم ۾ وڏا ڪنب ڦٽندا آهن ۽ موقعي سان ڪجهه پڪل مٽي ۽ پٿر جا رانديڪا به هٿ ڪندا آهن.

**ٽاريءَ وارو ٺڪرائو:** هيءُ ٺڪرائو علي اصحابي جي تربت کان ڏيڍ ميل کن جي مفاصلي تي ديهه بصيرو ۾ آهي. اتان جي ماڻهن پنهنجن وڏن کان ٻڌل روايت موجب ڳالهه ڪئي ته ڪنهن زماني ۾ اتان درياهه وهندو هو ۽ اتي هڪ مياڻي هوندي هئي. اڄڪلهه ان جڳهه کي ٽاريءَ وارو ٺڪرائو سڏيندا آهن.

**ٺاروءَ وارو دڙو:** هيءُ جڳهه ٽنڊي مستي خان ۽ ڪوٽڏيجيءَ جي رستي جي پرسان، ڪوٽڏيجيءَ کان ستن ميلن جي مفاصلي تي آهي. هيءُ هڪ واريءَ جو دڙو آهي، جنهن جي ڊيگهه پنجويهه سئو فوٽ، ويڪر پندرهن سئو فوٽ ۽ اوچائي پنجويهه فوٽ آهي. هن تي ڪافي ٺڪرائو آهي. هتان ڌنارن جي هٿان لڌل ٺڪريون ۽ ڪجهه ٺڪر جا ٽانوَ پراڻي تهذيب جي نشاندهي ڪن ٿا. سن 1935ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جي هڪ پروفيسر ڊاڪٽر گهوري (Ghury) هي دڙو ڏسي ٻڌايو هو، هيءُ دڙو ۽ ڪوٽڏيجيءَ جو دڙو هڪ ئي همعصر ۽ پراڻي تهذيب جا يادگار آهن ۽ اتان هٿ آيل ٺڪريون ۽ برتن موهن جي دڙي مان لڌل شين سان مشابهت رکن ٿا.

**پاٽيءَ وارو پڙو:** هيءُ پڙو به فيض گنج، تعلقي جي سرحد تي ناري تعلقي ۾ آهي. اڳ هن جي چوڌاري هيناهينءَ ۾ برسات جو پاڻي ڪافي وقت تائين بيٺو هوندو هو ۽ ميرهن دڙي تي ڪڏنا ناهي، هرڻن جو شڪار ڪندا هئا. هي دڙو به اڌ ميل کن جي ايراضي والاري ٿو جيڪا ٺڪرائي سان پريل آهي.

**پٽ وارو پڙو:** هيءُ پڙو ديهه بصيرو تعلقي فيض گنج ۾ پٽ واري ويري ۾ آهي، چئن پنجن ايڪڙن جي ايراضيءَ ۾ ڪافي ٺڪرائو آهي. اتان جي ماڻهن جي روايت موجب اتي به ڪنهن زماني ۾ هڪ وڏي مياٽي هوندي هئي. اهو دڙو حاجي معلوم خان راڄپر جي ڳوٺ جي پرسان آهي.

**درگا جو دڙو:** هيءُ ديهه اڪڙيءَ ۾ محمد طفيل پنجابيءَ جي زمين ۾ هڪ وڏو دڙو آهي، جتان ڪجهه رنگين ٺڪريون ۽ ٽامي جا سڪا ماڻهن کي هٿ آيا هئا. اتان جي ماڻهن جو وهم آهي ته انهيءَ دڙي ۾ دنيا پوريل آهي، جنهن جي حفاظت هڪ وڏو نانگ ۽ ڪجهه ديو ڪري رهيا آهن. انهيءَ دڙي کي سڌو ڪري پوڪ ڪرڻ جي ڪوشش به ڪئي وئي آهي، پر اتفاق اهڙو ٿيو آهي، جو هڪ ٻه دفعا ٽريڪٽر جي چين ٽٽي پئي آهي، تنهنڪري ماڻهن جي وهم ۾ ويتر اضافو آيو آهي.

**درن جي پير وارو دڙو:** هيءُ دڙو ديهه جلباڻي، تعلقي ميرواهه ۾ آهي. هيءُ هڪ وڏي پٽ آهي، جنهن جي پرسان هڪ پراڻو قبرستان آهي، جنهن کي درن واري پير جو مقام سڏيندا آهن. اتي ڪافي ٺڪرائو موجود آهي.

**سانٽ وارو دڙو:** هيءُ دڙو فيض گنج، تعلقي جي سرحد سان ناري تعلقي ۾ آهي. هن جي پاسن کان ترائيءَ ۾ ڪافي گاهه ڦٽندو آهي. سڄو دڙو ٺڪرائي سان پريل آهي.s

**ستهه وارو دڙو:** هيءُ ديهه ڪنياري، تعلقي فيض گنج ۾ ستهه واري ويري ۾ هڪ وڏو پڙو هوندو هو جنهن جو گهڻو حصو ماڻهن آباديءَ هيٺ آڻي ڇڏيو آهي. هاڻي به پنجن ڇهن ايڪڙن ۾ هڪ وڏو ٺڪرائو موجود آهي. ڏهه سال کن اڳ هن پڙي جي پرسان وڏيري سوياري خان ٻانيڻ جي هارين هر ڪاهيندي، هڪ هڏائون پڃرو لڌو هو جيڪو ان جڳهه جي پرسان ٻيهر دفن ڪري ڇڏيائون. ماڻهن چواڻي لاش جا هڏا عام ماڻهن جي هڏن کان وڏا ۽ مضبوط هئا. هن دڙي مان به ڪجهه رنگين ٺڪريون هٿ ڪري انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ ۾ محفوظ ڪيون ويون آهن. هتان ڪجهه ماڙيچن ٺڪر جا وڏا مٽ به لڌا هئا، جيڪي هنن ڀڃي پوري ڇڏيا.

**سيراج جي ٽڪري:** هيءُ جڳهه ڪوٽڏيجيءَ کان چئن ميلن جي مفاصلي تي اين شاهه جي سامهون آهي. هن کي سيراج جي ٽڪري سڏيندا آهن. اتي به ڌنارن جي هٿان لڌل شيون ڏسي مير علي نواز خان 'ناز' 1935ع ۾ کوٽائيءَ جو ڪم شروع ڪرايو هو پر ان وقت پئسي جي تنگيءَ ۽ مهارت رکندڙ عملي جي ڪميءَ سبب اهو ڪم ڪنهن نتيجي نڪرڻ کانسواءِ رکجي ويو.

1 سيپٽمبر 1955ع تي قديم آثارن جي محڪمي وارن هن دڙي جو معائنو ڪيو هو. هنن ڪجهه کوٽائي ڪري اندازو لڳايو هو ته اهو ٺڪرائو صرف ڇهن انچن اندر آهي. هن مان ڪجهه ٺڪر جا ٽانوَ به لڌا ويا هئا، جيڪي هڙپا واري تهذيب سان مشابهت رکن ٿا. هن دڙي ۾ ڪي عمارتون وغيره نه آهن.

ماهرن جو خيال آهي ته هتي هڙپا وارن عارضي طور تي ڪجهه وقت رهائش ڪئي هوندي.

**شهيدن وارو ٺڪرائو:** هيءُ شير بيگ خان مري ۽ ڏيرو ڀُونن جي وچ تي، فيض گنج تعلقي ۾ هڪ دڙو آهي. جنهن جي پرسان ٻه پراڻيون تربتون آهن، جن جي متعلق اتان جا ماڻهو چون ٿا ته سيد علي تقي ۽ سيد محمد شفيع جون آهن. ان دڙي تي ٺڪرائي سان گڏ هڪ کوهي ۽ جاين جا ڪجهه نشان به موجود آهن.

**شير شاهه جا مسافرخانا:** ديهه سينارجا، تعلقي ميرواهه ۾ پنيرن جي ڳوٺ ڏانهن ويندي هڪ پراڻو پپر نظر ايندو، جنهن متعلق چيو وڃي ٿو ته ان جي هيٺيان نادر شاهه ايراني منزل ڪئي هئي. ان ڏينهن کان وٺي انهيءَ پپر کي سماج وارو پپر سڏيندا آهن. ان پپر جي اتر ۾ سڏ کن پنڌ تي هڪ دڙو آهي، جنهن کي شير شاهه جا مسافرخانا سڏيو وڃي ٿو. اهو دڙو پراڻي شاهراهه عرف تار واري سڙڪ جي ڪناري تي آهي.

**علي اصحابو وارو دڙو:** هيءُ دڙو ديهه جاڪيري، تعلقي فيض گنج ۾ سهڻ واري ويري ۾ آهي. علي اصحابي نالي هڪ بزرگ جي تربت به آهي. انهيءَ جي پرسان هڪ جڳهه تان کوٽائي ٿيل آهي ۽ ڪنهن نڪتل ديڳ جا نشان اڃا رهيا آهن. ان جاءِ تي ڪچين سرن جي اوساري ٿيل آهي. انهن سرن تي چيڪي مٽيءَ جا وڏا تهه چڙهيل آهن. انهيءَ جاءِ جي سامهون هڪ وڏي پٽ ميل کن جي ايراضيءَ ۾ آهي، جنهن تي ڪافي انداز ۾ ٺڪرائو موجود آهي. اتان به ڪجهه رنگين چٽن واريون ٺڪريون هٿ ڪري سنڌالاجيءَ ۾ محفوظ ڪيون ويون آهن.

**ڪوٽڏيجيءَ جو دڙو:** هيءُ دڙو ڪوٽڏيجيءَ جي قلعي جي اتر طرف کان ڪراچيءَ واري شاهراهه جي پرسان آهي. هن دڙي ۾ دفن ٿيل تهذيب جي نشاندهي 1935ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ جي هڪ اسڪالر ماڌو سروپ



ڪوٽ ڏيجيءَ جو دڙو

ڪئي هئي. سندس خيال موجب اها تهذيب تاريخ کان اڳ واري زماني جي هئي. ان کان پوءِ 1955ع ۾ قديم آثار جي محڪمي، نومبر مهيني ۾

ڪوٽائيءَ جو ڪم شروع ڪيو ويو. ساڳي سال 1957ع ۾ آڪٽوبر، نومبر ۽ ڊسمبر جا ٽي مهينا ٻيهر کوٽائيءَ ڪرائي وئي. انهيءَ کوٽائيءَ جي ڪم لاءِ مير علي مراد خان ثانيءَ جي طرفان ويهه هزار روپين جو عطيو ڏنو ويو.

کوٽائيءَ مان جيڪي شيون هٿ آيون، تن کي ڏسي قديم آثار جي ماهرن اندازو لڳايو ته ڪوٽڏيجيءَ جي تهذيب موهن جي دڙي واري تهذيب کان 700 سال پراڻي آهي. انهيءَ دڙي جي ڊيگهه اوڀر کان اولهه طرف تي ڇهه سئو فوٽ، ويڪر چار سئو فوٽ ۽ اوچائي چاليهه فوٽ آهي.

هي شهر ٻن حصن ۾ ورهايل آهي. هڪ حصي ۾ عام ماڻهو رهندا هئا ۽ ٻئي حصي ۾ هڪ عاليشان قلعو آهي، جنهن ۾ حڪمران طبقي جي رهڻ جون جايون آهن. انهيءَ قلعي مان شهر جي حفاظت به ڪئي ويندي هئي. قلعي جي ٻاهران هڪ وڏي ۽ ويڪري پٽ نڪتل آهي.

هن دڙي مان ظاهر ٿيل قلعو شهر جون جايون پٿر جا اوزار، هٿيار ۽ مٽيءَ جا ٿانوَ هڪ محقق جو ڏيان پاڻ ڏانهن ڇڪائين ٿا. انهن جي بناوت مان ماهرن اندازو لڳايو آهي ته هيءُ شهر سنڌ جي انهن ابتدائي شهرن مان آهي، جتي مهذب زندگيءَ جو آغاز ٿيو هوندو. هن شهر جي تباهيءَ متعلق به ماهرن جو خيال آهي ته ڪن ٻاهران آيل ماڻهن ان شهر تي حملو ڪري باهه ڏني هجي ڇا ڪاڻ ته شهر جي قديم آثارن ۾ سڙيل خاڪ جا تهه جميل نظر اچن ٿا.

دڙي جي کوٽائيءَ مان هن ڳالهه جو پڪو ثبوت مليو آهي ته هتان جا ماڻهو امن امان جي زندگي بسر ڪندا هئا ۽ مختلف ڌنڌن ۾ مشغول رهندا هئا. ڪنڀارڪو ڪم ڪمال ترقيءَ تي پهچي چڪو هو. برتن جيڪي مٽيءَ مان چڪ ٺاهيندا هئا. پٿر جا اوزار ۽ هٿيار به وڏيءَ مهارت سان تيار ڪندا هئا.

**گرهڙ جو ڪوٽ:** هيءُ هڪ تمام پراڻو ۽ قِتل ڪوٽ، ناري تعلقي ۾ هڪ دڙي تي آهي، جنهن لاءِ اتي جا ماڻهو هن ڪوٽ متعلق هيٺيون بيت پنهنجن وڏن کان ٻڌندا رهيا آهن:

ماڻهن جي مٽي، سرنهن جو گارو،
هيءُ ڪوٽ تڏهن ٺهيو جڏهن سڪندر جو وارو.

**ڳاڙهو پڙو:** هيءُ پڙو ديهه ڪرم خان راڄپر، تعلقي فيض گنج ۾ ٻهڻن واري ويري ۾، خير محمد ٻهڻ جي ڳوٺ جي پرسان آهي. ڳاڙهي رنگ جي واريءَ جو هڪ وڏو دڙي اڌ ميل کن ايراضيءَ ۾ آهي. هتي به ڪافي ٺڪراٺو آهي ۽ برسات جي موسم ۾ ڌنار مٽي ۽ پٿر جا انيڪ راندڪا هٿ ڪندا آهن.

**لاڪرند:** هيءُ به هڪ وڏو پڙو آهي، جيڪو فيض گنج تعلقي جي ديهه گتيري ۾ ڳوٺ "مامتر جو بنگلو" جي پرسان واقع آهي. هن پڙي کي لاڪرند سڏيندا آهن. جيڪو ميل کن جي ايراضيءَ ۾ آهي ۽ ٺڪرين سان ڀريل آهي.

**لهيري وارو دڙو:** هيءُ دڙو ديهه نئون لهيرو، تعلقي فيض گنج ۾ آهي. هن دڙي جي ايراضي تقريباً ميل کن ٿيندي. هتان ماڻهن کي ڪافي سرون ۽ سڪا هٿ آيا آهن. ڪجهه سال اڳ ماڻهن کوٽائي ڪندي هڪ جڳهه لڌي هئي، جنهن ۾ به ڏاند جوٽيا بيٺا هئا ۽ ان جڳهه جي هڪ جاري ۾ هڪ لڪڻ رکيو هو پر جڏهن انهن شين کي هٿ لاتو ويو، تڏهن هڪدم ڀُري ۽ مٽي ٿي ويون. انهيءَ دڙي مان امير بخش پاتي نالي هڪ ماڻهو سرون ڪڍي، پنهنجي جاءِ تعمير ڪرائي آهي، جيڪا اڃا تائين سلامت بيٺي آهي.

**ليلا جا آتڻ:** هي جڳهه ديهه اڪڙي، تعلقي فيض گنج ۾ آهيءَ اڪڙيءَ جي ڳوٺ کان ٽن ميلن جي مفاصلي تي آهي. هتي ٻن ميلن کن جي ايراضيءَ ۾ هڪ وڏو ٺڪرائو آهي، جنهن جو ڪجهه حصو نوابشاهه ضلعي جي حد اندر اقبال اسٽيٽ ۾ واقع آهي. هتان ڪجهه ٺڪرين ۽ هڪ ٺڪر جي مورتي هٿ آئي آهي. اهي شيون سنڌالاجيءَ ۾ محفوظ آهن. هن جڳهه کي ليلا جا آتڻ سڏيندا آهن.

**مامڙي ۽ ڪرنجڙي جا ڪوٽ:** هي به ناري تعلقي ۾ وڏا پڙا آهن. اُتان جي ماڻهن جو چوڻ آهي ته هو پنهنجي ستن اٺن پيڙهين کان ٻڌندا آيا آهن ته تمام اوائلي زماني جا آهن. هن ڪوٽن بنسبت هيءُ بيت به مشهور آهي:

گرهڙ ڪئي ڳوڙ، مامڙي ڏني مام،
وڃئون پئي سام، ڪرنجڙي ڪوٽ اڏايو.

**ننڍا آتڻ:** هيءُ جڳهه اڪڙيءَ جي ڳوٺ کان ڏيڍ ميل کن پنڌ تي ديهه تيلاهو تعلقي ميرواهه ۾ آهي. اتي ٻن ويسن جي ايراضيءَ ۾ هڪ دڙو آهي، جيڪو پراڻين ٺڪرين ۽ پڪين سرن سان ڀريل آهي. انهيءَ جڳهه کي ليلا جا ننڍا آتڻ سڏيندا آهن.

**وسترن جي پٽ:** هيءُ پٽ ديهه حسين پاتي، تعلقي فيض گنج ۾ آهي، متس ڪافي ٺڪرائو موجود آهي. هتان جي ماڻهن ڪجهه سرون به هٿ ڪيون آهن، جيڪي هڪ وڏيءَ ڪٽ جيڏيون آهن.

**خيرپور**[2] **(ديهه)**: ضلعي ۽ تعلقي خيرپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جمالي، شيخ، ڪتوهڙ ۽ رانجهو گبول.

**خيرپور جوسو:** ضلعي قنبر- شهدادڪوٽ جي هن ديهه ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خيرپور جوسو، غلام محمد اسراڻ، سومر بروهي، گنهور خان اسراڻ، گل حسن مغيري، قادر بخش تنيو، چتل ڪک، دامن مغيري عرف ونجهه مغيري، لنگهڻ مغيري ۽ طاهر مغيري.

**خيرپور جوسي وارو ڪوٽ:** هيءُ قديم ڪوٽ آهي، جيڪو هينئر زبون حال آهي. هن قتل ڪوٽ جا آثار قنبر کان ڏکڻ-اوڀر طرف اٺن ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي سرڪل رانوتي يونين ڪائونسل، تپي ۽ ديهه خيرپور جوسي ۾ واقع آهن. هيءُ ڪوٽ مير سهراب خان ٽالپر پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ ٺهرايو هن ڪوٽ ۾ اڪثر ڪري مير حڪمران رهندا هئا. ميرن جي دور حڪومت ۾ هن ڪوٽ جي رکوالي اسراڻ قبيلي جا ماڻهو ڪندا هئا. هينئر هن قتل ڪوٽ جي ماڳ تي غلام مجتبيٰ اسراڻ، غلام مجدد اسراڻ ۽ سرفراز احمد اسراڻ جا گهر آباد آهن.

**خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو (ڪتاب):** هيءُ ڪتاب سنڌ جي ناميارَي عالم ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ جو تصنيف ڪيل آهي، جيڪو هن ڊي فل جي ڊگريءَ لاءِ هڪ تحقيقي مقالي طور لکيو هو. هن ڪتاب ۾ خيرپور جي جاگرافي، خيرپور جو تعارف، قديم آثار، ٽالپرن جو حسب نسب، اوائلي احوال، ٽالپرن جي سياسي تاريخ ۽ ان ۾ خيرپور جي ميرن

جو حصو، خيرپور جا حڪمران، خيرپور ٽالپرن جو ملڪي نظام، خيرپور جي ٽالپرن جو ادب، تعليم ۽ تدريس ۾ حصو، ميرن جي تهذيب ۽ تمدن جو مطالعو، سنڌي ٻوليءَ جو خيرپوري لهجو، ميرن متعلق لطيفا، ميرن جو گهريلو لوڪ ادب، مشاهير خيرپور، فوجي سردار ۽ سرائي، مخدوم قاضي ۽ عالم پير، فقير ۽ شاعر وغيره جهڙن عنوانن سان پندرهن باب آهن. جن ۾ وسيع تحقيقي معلومات ڏنل آهي. ڪتاب ۾ ميرن جي شجرن سان گڏ ميرن جي ڪلام جي ڏسٽي به ڏنل آهي. ڪتاب جي وچ ۾ خيرپور جي ميرن سميت مشهور پيرن بزرگن، عالمن ۽ اهم شخصيت جون تصويرون به ڏنيون ويون آهن. ڪتاب ۾ پبلشر پاران نوٽ ثقافت کاتي جي تڏهوڪي سيڪريٽري شمس جعفراڻي، پيش لفظ ڊاڪٽر عطا محمد حامي ۽ مقدمو به ڊاڪٽر عطا محمد حاميءَ جو لکيل آهي. ڪتاب ۾ فيض محل، سچل سرمست جي درگاهه، ڪوٽ ڏيجي جي قلعي سميت سنڌ جي نقشي جون رنگين تصويرون پڻ ڏنيون ويون آهن. 387 صفحن جي پڪي جلد سان، ڊيمي سائيز ۾ ڇپيل هن ڪتاب جو هي ٻيو ڇاپو آهي، جيڪو 2009ع ۾ ثقافت کاتي، حڪومت سنڌ ڇاپيو آهي، جنهن جي قيمت 600 روپيا آهي. ان جو پهريون ڇاپو 1994ع ۾ ڇپيو هو.




**خيرپور ناٿن شاھ** (ديھ): تعلقي خيرپور ناٿن شاھ ضلعي دادوءَ جي هڪ ديھ، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

بورا لاکي، مير حسن، ٻاجهي لغاري، پيارو سولنگي ۽ بهادر گاڏي.

**خيرپور ناٿن شاھ** (شهر): هيءَ ضلعي دادو جو تعلقو ۽ سنڌ جو اهم تاريخي شهر ۽ تعلقي جو هيڊ ڪوارٽر آهي. هيءَ شهر 27° 6' 0" اوڀر ڊگهائي ڦاڪ ۽ 67° 44' 0" اتر ويڪرائي ڦاڪ تي واقع آهي. هن شهر جي مجموعي آبادي 30286 آهي. هن جي اتر اوڀر ۾ 12 ڪلو ميٽرن جي مفاصلي تي ميهڙ، 41 ڪلو ميٽر ڏکڻ تي دادو جو شهر ۽ اتر اوڀر ۾ 70 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي لاڙڪاڻو اچي ٿو. 1931ع کان اڳ، هن شهر جي حيثيت هڪ ٽپي جي هئي جيڪو ڪڪڙ تعلقي، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هو. 1931ع ۾ جيئن دادو ضلعو ٿيو ته ڪڪڙ ٽپوئي رهيو پر خيرپور ناٿن شاھ ترقي ڪندي، نيٺ تعلقي جي حيثيت ماڻي. هينئر خيرپور ناٿن شاھ تعلقي جو هيڊ ڪوارٽر ۽ ٽائون ڪميٽي آهي، جڏهن ته خيرپور، ڪڪڙ، سيتا، گوزو، ڀاڙهي وغيره هن تعلقي جا اهم شهر آهن. هتي ناٿن شاھ نالي بزرگ جي مزار آهي جنهن تي هر سال ميلو لڳي ٿو سنڌ جا ڪافي قديم آثار هن تعلقي ۾ آهن جيئن: خانپور مسجد، شومندر لڳ ڀوڙي، برهان جا قبا ۽ ڪلهوڙن جو اهم ترين قبرستان 'ميان نصير جو قبرستان' به هن تعلقي جي ڳوٺ ڀاڙهيءَ ۾ آهي. هتان جي ماڻهن ايم. آر. ڊي جي تحريڪ ۾ ڀرپور حصو ورتو ۽ ان تحريڪ دوران شهر جي چوڪ تي ڪيترائي ماڻهو شهيد ٿيا. امير بخش جوڻيجو، ظفر لغاري هن علائقي جا مشهور سياستدان آهن. 2010ع جي مها ٻوڏ دوران هن شهر کي ٻوڏ جي پاڻيءَ ڪافي نقصان رسايو. جنهنڪري مقامي ماڻهن کي عارضي طور لڏپلاڻ به ڪرڻي پئي.

**خيرپور وارو قلمي نسخو**: اصل ۾ شاھ جي رسالي جو هيءُ نسخو خيرپور جي مير صاحبن جو هو جنهن ۾ مير علي مراد اول جي 1249ھ ۽ مير علي مراد ثانيءَ جي 1319ھ جون مهرون لڳل آهن. هيءُ نسخو نهايت زبون ۽ منتشر حالت ۾ دستياب ٿيو ۽ شروع توڙي آخري ورقن جي ضايع ٿي وڃڻ سبب ان ڪتابت جي لکجڻ جو سن معلوم نه ٿي سگهيو هڪ تحرير مان پائنجي ٿو ته ڪاتب غالباً 13 صدي هجريءَ جي اوائل ۾ هي نسخو لکيو. جيڪو لڳ ڀڳ پندرهن سئو ڪن ڏگهن صفحن تي مشتمل هو پر باقي بچيل ورقن ۾ سڄا سارا يا اڌوگابرا 27 سُر 2846 بيت ۽ 185 وايون موجود آهن. ڪاتب صورتخطي فارسي/ اردو تهجي اکرن ۾ لکي آهي.

**خير خواھ** (اخبار): هن هفتيوار اخبار جو پهريون پرچو 25 جون 1925ع تي نڪتو هيءَ اخبار 'خير خواھ' پريس مان شايع ٿيندي هئي. هن اخبار جو ساليانو چندو اڍائي رپيا هو. هن اخبار جون شروع ۾ 300 ڪاپيون نڪرنديون هيون، جيڪي 1926ع ۾ وڌي 625 ٿيون. اخبار جي ڇپائي جو معيار سٺو ڪونه هوندو هو. سرڪاري خيال مطابق خير خواھ اخبار جيڪا شروع ۾ ڪجھ اثر ڪندي هئي، اها اڳتي هلي پنهنجو معيار وڃائي ويٺي. آخر ۾ ڪڏهن ڪڏهن نڪرندي هئي ۽ فرقيواريت ڏانهن جهڪيل هئي.

**خير شاھ**[1]: مشهور شاعر خير شاھ، سچل سرمست جو عقيدتمند هو ۽ رتيديري ضلعي لاڙڪاڻي جو رهاڪو هو. سندس جنم 1190ھ / 1776ع ڌاري ٿيو. مشهور صوفي شاعر غمدل فقير جي فرزند لطف علي فقير جي روايت موجب خير شاھ گهٽو ڪري پردي ۾ رهندو هو. سواءِ ڪن ويجهن عزيزن ۽ دوستن جي ڪنهن سان ظاهر طرح نه مليو. سندس وار ڊگها ۽ ڪليل هوندا هئا. خير شاھ ڪافي عرصو پنهنجي مرشد سچل سرمست جي خدمت ۾ رهيو. سچل سرمست کيس تصوف جا نڪتا سمجهايا، اهوئي سبب آهي جو هن پنهنجي ڪافين ۾ تصوف جا نڪتا سهڻي نموني سمجهايا آهن. خير شاھ جي ڪلام ۾ شاھ لطيف ۽ سچل جي شاعريءَ وانگر سورمين جو ذڪر ملي ٿو. هن پنائيءَ وانگر سپ ڪان گهٽو سسئيءَ کي ڳايو آهي. خير شاھ کي سچل سرمست کان فقيري ۽ شاعريءَ وارو ونڊ مليو ۽ هو سچل سرمست جي صحبت ۾ رهي رچي ريٽو ٿيو. سندس ڪلام تصوف، عشق، محبت ۽ نصيحت سان ڀريل آهي. خير شاھ جي اوتاري تي هر جمعي رات راڳ ويراڳ جي محفل ٿيندي هئي، پري پري جا فقير فقراءَ ۽ راڳ جا شوقين اچي گڏ ٿيندا هئا. کيس هڪ نياڻيءَ جو اولاد هو، جنهن جي شادي لاڙڪاڻي پرسان غوثل شاھ سان ٿي.

خير شاھ جو ڪلام گهٽو هو، جيڪو هينئر ناياب آهي. سندس ڪجھ ڪافيون مير حسين علي واري بياض ۾ موجود آهن. اهو بياض حيدرآباد جي ميرن جي ڪتب خاني ۾ محفوظ آهي. ناليواري شاعر خير شاھ جي وفات 1260ھ / 1844ع ڌاري ٿي. کيس اوتاري واري جڳھ ۾ ئي دفن ڪيو ويو.

**خير شاھ**[2]: ميان سيد خير شاھ ولد حاجي امام علي شاھ 1904ع ڌاري ڳوٺ ڪرائي، ڪوئيٽا ۾ جنم ورتو. سندس وڏا ڪوئيٽا جي پير ۾ چٽن ميلن جي پنڌ تي ڪرائيءَ جي ڳوٺ جا رهاڪو هئا. ميرن جي صاحبيءَ ۾ سندن بلوچ مريد سنڌ ۾ لڏي آيا هئا، جنهنڪري هي به اڪثر سنڌ ايندو رهندو هو. ميان خير شاھ جا وڏا پهرين سنڌ ۾ گلري نالي ڳوٺ تعلقي ڪنڌياري ۾ لڏي

اچي ويٺا. ان کانپوءِ سندس والد ميان امام علي شاهہ 1872ع ۾ نوابشاهہ ضلعي ۾ زمين خريد ڪري نوابشاهہ جي پر ۾ پنجن ميلن جي پنڌ تي پنهنجو ڳوٺ ٻڌي اچي ويٺو.

ميان خير شاهہ ابتدائي سنڌي تعليم قديم دستور موجب ملان محمد دائود گهانگهري کان جام نوراللهٰ ڳوٺ تعلقي ڪنڊياري مان ورتي. پارسي اللهٰ بخش سيٺار وٽ پڙهيو. 1925ع ۾ سندس والد وفات ڪري ويو. گهر ۾ وڏو هجڻ سبب ڪاروبار ۽ زمينون سنڀاليائين. جيئن تہ سياسي طور سرگرم هو. پهريون ڀيرو 1923ع ۾ ضلعي لوڪل بورڊ نوابشاهہ جو ميمبر چونڊيو. 1928ع ۾ ضلعي لوڪل بورڊ نوابشاهہ جو ميمبر چونڊيو، جنهن تي 1945ع تائين رهندو آيو. 1944ع ۾ مسلم ليگ جماعت ۽ مسلم ليگ وزارت جي وچ ۾ اختلاف ٿي پيو. مسلم ليگ اندر بلوچ گروپ پيدا ڪرڻ لاءِ نوابشاهہ ۾ سيد خير شاهہ جي خلاف بلوچن کي اليڪشن ۾ بيهاريو ويو. 1945ع جي آخر ۾ سنڌ مسلم ليگ پارليامينٽري بورڊ ٺهيو، جنهن جو هيءُ پڻ ميمبر هو. 1948ع ۾ سيد خير شاهہ وفاقي اسيمبليءَ جو بنا مقابلي ميمبر چونڊيو ويو. 1953ع ۾ سنڌ اسيمبليءَ جون چونڊون ٿيون. جنهن ۾ مسلم ليگ طرفان اميدوار طور چونڊجي ڪاميابي ماڻيائين. 1954ع ۾ خانبهادر ايوب کهڙي ونيونٽ جو ٺهراءُ پاس ڪرايو. ان کان پوءِ مغربي پاڪستان اسيمبليءَ جي ميمبرن جون چونڊون ٿيون. شاهہ صاحب نوابشاهہ مان چونڊجي آيو ۽ ريپبليڪن پارٽيءَ ۾ داخل ٿيو. خير شاهہ لاءِ جي. ايم. سيد پنهنجي ڪتاب ’جنب گذاريم جن سين‘ ۾ لکيو آهي تہ: ”شاهہ صاحب نظرياتي سياست مان گهٽ واقف نہ هو ليڪن منجهس ڪي خاصيتون آهن. جي زميندار طبقي جي عام سياستدانن ۾ هونديون آهن. هيءُ جوشيلو، بي ڊپو، آزاد خيال وارو سياستدان آهي. هر مقابلي جي ميدان ۾ ڪامياب ٿيڻ بعد هيءُ سڏ تي لبيڪ چئي اچي حاضر ٿيندو آهي ۽ مخالفن جو ساٿ ڏيندو آهي.“

ميان خير شاهہ 1958ع واري مارشل لا بعد سياست کان ڪناره ڪشي اختيار ڪئي. هن 3 مئي 1982ع تي وفات ڪئي. سندس فرزند سيد نذر شاهہ بہ ناميارو سياستدان ٿي گذريو آهي.

**خير شاهہ جو پڙ**: حيدرآباد ۾ واقع خير شاهہ جو پڙ (امام بارگاهہ) شهاب سئنيما وٽ واڍن جي پڙ ۾ داخل ٿيندي ٿي ساڄي طرف ٿورو اڳيرو موجود آهي، جتي محرم جي ڏهاڙن ۾ عزاداري ۽ مجلسون منعقد ٿينديون آهن. هن پڙ جو باني خير شاهہ هو ۽ اهو پڙ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ آباد ٿيو. خير شاهہ جي پڙ جي ڀرسان واڍن جو پڙ، جنڊي واڍن جو پڙ، نهال شاهہ جو پڙ، ولايت علي شاهہ جو پڙ، خدا ڏني شاهہ جو پڙ ۽ مائي ڇڄيءَ جو پڙ بہ موجود آهن، جيڪي پڻ عزاداريءَ جا مرڪز آهن.

**خير ڳڙهہ جو قلعو (قلعو)**: خير ڳڙهہ جو قلعو بهاولپور ۾ چولستان واري علائقي ۾ ڳوٺ ڏيتا شيخڻ لڳ واقع آهي. هي قلعو اختيار خان سال 1775ع ۾ جوڙايو هو. قلعو ڪچين سرن جو ٺهيل آهي، جيڪو رٽ ۾ چورس آهي. هر پاسي کان سندس ماپ 170 فوٽ آهي. هن قلعي جا برج اندر نڪتل آهن. جيڪي انڪندا آهن. ڀتين جي ويڪر 8 فوٽ ۽ اوچائي 24 فوٽ آهي، جڏهن تہ اوچائيءَ ۾ بيڙ بني (Paraphet) جي ماپ 8 فوٽ آهي. برجن جو ٻاهريون قطر 46 فوٽ، جنهن ۾ مهاڙيءَ جو 1.5 فوٽ بہ شامل آهي. برجيون جيڪي اندرين پاسي نڪتل آهن، تن ڪي محرابي ڇت ڏنل آهي. قلعي کي لنگهہ اوپر ۾ ڏنل آهي، لنگهہ جي ٻنهي پاسي برج ٺهيل آهن، جيڪي قلعي جي پٽ سان ڳنڍيل آهن. اوڀرندي ۽ اولهندي طرف ڪجهہ رهائشي ڪمرا ٺهيل آهن.

**خير محمد آريجا جا مدرسا**: تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڳوٺ خير محمد آريجا کي اهو شرف حاصل آهي تہ هتان جي هڪ عالم محدث علامہ محمد آريجي 1160هہ/ 1747ع دوران هڪ ديني مدرسو قائم ڪيو. هن ئي مدرسي مان پير سائين پاڳارو محمد راشد روضي ڌڻي درس نظاميہ ۽ دوره حديث شريف پڙهيو. علامہ محمد آريجويءَ کان پوءِ علامہ غلام حسين آريجويءَ هتي ديني مدرسو قائم ڪيو. جتان مولانا تاج محمد آريجوي (جنهن جي فتويٰ مصر مان مستند بڻجي موٽندي هئي) ۽ مولانا حڪيم غلام عمر آريجو (جنهن کي ’سنڌ جو سعدي‘ سڏيو ويندو هو. جنهن مولانا سعدي رحہ جي ڪتاب ’ڪريما‘ کي چئن ٻولين ۾ ترجمو ڪيو) فارغ التحصيل ٿيا.

مولانا غلام محمد آريجو ساڳئي درسگاهہ ۾ درس ۽ تدريس جو سلسلو جاري رکندو آيو اڳتي هلي سندس فرزند ارجمند علامہ مفتي محمد هدايت اللهٰ آريجويءَ ساڳئي مدرسي کي ’دارلعلوم جامعہ حسينيہ رضويہ‘ جي نالي سان متعارف ڪرايو. هن دارالعلوم هڪ وڏي عرصي تائين دين جي جيڪا خدمت ڪئي، سا ساراهہ جوڳي آهي. هن دارالعلوم مان 30 شاخون نڪتيون، جيڪي سنڌ ۽ بلوچستان ۾ ڪم ڪن ٿيون. هن ئي دارالعلوم مان سوين شاگرد حافظ القرآن عالم بڻجي نڪتا آهن. هن مدرسي جو بنياد 21 ذوالحج 1347هہ/ 31 مئي 1929ع ۾ رکيو ويو. هي مدرسو ٽن ڪمرن، هڪ ورانڊي تي مشتمل آهي. هن مدرسي جو باني استاد الحاج تاج محمد نوراللهٰ هو. جنهن پنهنجي ذوق ۽ شوق ۽ سخت محنت سان هن مدرسي جو بنياد رکيو. استاد علامہ تاج محمد رضائي ابتدائي تعليم پنهنجي شهر آريجا ۾ ورتي . ان کانپوءِ جناب استاد العلماء علامہ غلام عمر ابوالفيض وٽ مڪمل ڪئي.

**خير محمد پشوري (بينجي نواز)**: خير محمد پشوري، 1929ع ڌاري ٽنڊي يوسف، حيدرآباد ۾ ڄائو. ننڍپڻ کان راڳ سان شوق هئس. بلاول بيلجيم جي شاگرديءَ ۾ بينجي جي تعليم ورتي. ريڊيو حيدرآباد سان لاڳاپجي ويو. انهي وقت جي وڏن گائڪن سان سنگت ڪيائين. جن ۾ استاد محمد جمن، استاد منظور علي خان، محمد ابراهيم ۽ ٻيا شامل هئا. هن جي شاگردن ۾ بينجي نواز محمد عزيز تمام سلو بينجو وڄائي ٿو. جڏهن تہ ٻيا بہ ڪيترائي شاگرد پيدا ڪيائين.



استاد خير محمد پشوريءَ، 14 مئي 2011ع تي حيدرآباد ۾ 80 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

**خير محمد خان، استاد:** استاد حاجي خير محمد خان ولد استاد نبي بخش خان ٻوڏر (مڱڻهار)، 1898ع ڌاري رياست جيسلمير ويجهو راجا پرٿوي راج چوهاڻ جي ڳوٺ ڏيوي ڪوٽ (راجستان) ۾ جنم ورتو. هن جو واسطو ڀارت ۾ سنڌي شاعري ڳائيندڙ ڪلاسيڪل گهراڻي سان آهي. ماضيءَ ۾ راجستان ۾ هنن مڱڻهارن جي مختلف پنگتن جا 24 ڳوٺ هئا. ورهاڱي کانپوءِ سنڌن ڳوٺ 'ماڙ' ڀارت جو حصو ٿي ويو. ماڙ ڳوٺ ۾ رهڻ ڪري کين 'ماڙيچا' سڏيو ويو. خانصاحب حاجي خير محمد خان شروعاتي موسيقيءَ جي تعليم پنهنجي چاچي استاد سومار خان ٻوڏر کان حاصل ڪئي. حاجي خير محمد خان جو وڏو ڀاءُ محمد اسماعيل عرف سپ رنگ خان، سارنگيءَ ۽ ڪماچ جو وڏو ماهر ٿي گذريو آهي. سندس چاچو استاد سومار خان پنهنجي ٻن ڀائٽين سان گڏ سانگهڙ ضلعي جي معروف شخصيت خانبهادر غلام محمد خان وساڻ وٽ اچي رهيو. ڪجهه عرصو خانبهادر جي مهربانين هيٺ رهڻ کان پوءِ 1911ع ۾ سخي پير ڪالوني، حيدرآباد ۾ گهر ٺاهي اچي آباد ٿيا.



خانصاحب خير محمد خان جو آواز ننڍپڻ کان ئي سريلو هو. هن 1918ع ڌاري ڪلاسيڪي راڳ جي سکيا پٽيالا گهراڻي جي بزرگ بابا امير علي خان کان ورتي.

هڪ ڀيري استاد خير محمد خان، پير پٺوري جي ميلي ۾ تانپوري تي ڪلاسيڪل ڪمپوزيشن ڳائي رهيو هو ته ماڻهن جي رش دوران هڪ سانوري رنگ جي سنهڙي ڇوڪري هٿ ۾ لوٽو کڻي خيرات بهاني سندس اڳيان اچي بيٺي. خانصاحب ڪجهه چانديءَ جا سڪا لوٽي ۾ وڌا، پر هوءَ پوئتي نه هٽي. ماڻهن ان ڇوڪريءَ کي پوئتي هٽايو اها ڇوڪري جيوٽي ٻائي هئي، جيڪا سندس شاگردياڻي ٿي ۽ اڳتي هلي سنڌ جي نامور ڳائڻي ثابت ٿي. جڏهن هن جا ڪلام گراموفون ذريعي رڪارڊ ٿيا ته جيوٽي ٻائيءَ جي ڪلامن جي ڪمپوزيشن خانصاحب خير محمد خان ڪئي.

خانصاحب خير محمد خان جا ڳايل جيڪي ڪلام گهڻو مقبول ٿيا، تن ۾: (1) نه مار تير پيارا، پيارا تير وارا، (2) منهنجي مارن جو آهي پنڌڙو پري، (3) دلبر لاتو توسان نينهن، وٺا محبت جا مينهن، (4) رمز رندن جي رول ڇا ڄاڻن، ڪي نر سُڄاڻن ننگ نيهي، (5) توسان منهنجي دل ڙي الئه ڇو اڙي آ، (6) مون کي پون ٿا پور، جيجل جوڳيئڙن جا ۽ ٻيا اچي وڃن ٿا.

انهن کان سواءِ خانصاحب خير محمد خان جا ٻيا به ڪيترا ڪلام ريڊيو دهليءَ ۽ حيدرآباد تان نشر ٿي ۽ مشهور ٿيا. خانصاحب جي شاگردن مان استاد علم الدين خان، مراد فقير، استاد دين محمد خان، استاد شادي فقير، استاد زنوار بسنت، مائي بدرالنساءِ، تيجو خان، استاد خدا بخش خان مڱڻهار، انب، ڪرڙ خان (ڪنڊياري وارو)، عيدل فقير (پيرونمل وارو) ۽ ٻيا مشهور راڳي ٿي گذريا آهن.

استاد خير محمد خان 1964ع ۾ حج جي سعادت به ماڻي ۽ 1965ع ۾ وفات ڪيائين. سندس آخري آرامگاهه ٽنڊي يوسف، حيدرآباد ۾ آهي. سندس فرزند اُستاد محمد رمضان مرحوم ۽ پوٽي استاد امير علي به ڏاڏي وانگر پنهنجو نالو ڪڍيو آهي ۽ راڳ جي دنيا ۾ پاڻ مڃايو آهي.

**خير محمد خضري، مولانا:** هيءُ وڏو مفتي ۽ عالم ٿي گذريو آهي. هن جي پيءُ جو نالو پيارو خان مگسي هو. ڳوٺ علي خان مگسي تعلقي بلڙي شاهه ڪريم ۾ جنم ورتائين. هن مدرسي در ملوڪ شاهه ۾ مولانا عبدالڪريم چانڊيي، مولوي عبدالنبي شاهه ۽ مولانا سليمان هنويءَ وٽ وڏي ڄمار ۾ تعليم حاصل ڪئي. مولانا وڏي ڄمار ۾ پڙهڻ ويٺو هو ان ڪري لکي نه سگهندو هو، ٻئي ڪنهن عالم کان لکرائيندو هو. پهريان ٻني ٻاري جو ڪم ڪندو هو پوءِ وڃي ڪنهن مدرسي ۾ تعليم حاصل ڪندو هو. پڇاڙيءَ ۾ لاڳيتو ٽي سال پڙهي تعليم مڪمل ڪيائين. مولانا سليمان هنويءَ وٽ ڪجهه وقت فارسي پڙهيو. سندس دستاربندي مولانا سيد عبدالنبي شاهه وٽ ٿي. مولانا پاڻ کي خضري سڏائيندو هو. هن بابت مولانا حاجي احمد ملاح پنهنجي منظوم سوانح عمريءَ ۾ لکيو آهي ته، مولانا خير محمد خضري علم جي هر فن ۾ يڪتا هو پر نحو ۽ صرف جو ڄڻ امام هو. هن تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ ڪيترن مدرسن ۾ ماڻهن کي ديني تعليم کان روشناس ڪيو. هيءُ فيصلن ڪرڻ ۾ ايمانداريءَ سبب گهڻو مشهور هو.

**خير محمد ڏاهري:** اداڪار خير محمد ولد الهورايو ڏاهري 1 فيبروري 1971ع تي ڳوٺ حاجي محمد وارث ڏاهري، تعلقي موري ۾ جنم ورتو. کيس شاگرديءَ واري دور کان اداڪاري ڪرڻ جو شوق هو. اسڪول جي پروگرامن ۾ اسٽيج ڊرامن ۾ ڪم ڪيائين. اڳتي هلي ٽي. وي ڊرامن ۽ فلمن ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيائين. اداڪاريءَ جي سکيا استاد محمد صديق پرهياڙ ۽ فقير محمد عالماڻيءَ کان حاصل ڪيائين. سندس ڊراما سنڌي چئنلن: ڪي. ٽي. اين، مهراڻ، ڌرتي ۽ سنڌ ٽي. وي تي نشر ٿيا آهن. هن بهترين ڪردار نگاريءَ سبب پنهنجي فن ۾ تمام گهڻي مقبوليت ماڻي آهي. هن وقت پرائيويٽ ٽي. وي چئنلن تي ڪم ڪري رهيو آهي ۽ ڳوٺ حاجي محمد وارث ڏاهري، تعلقي موري ۾ رهي ٿو.

**خير محمد سوز:** مشهور شاعر خير محمد سوز ولد خدا بخش ٻرڙو، 20 فيبروري 1931ع تي تعلقي قنبر جي ڳوٺ ڇڄڙا ۾ پيدا ٿيو ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان ورتائين. 1947ع ۾ شهدادڪوٽ ۾ پرائمري استاد مقرر ٿيو تنهن کان پوءِ مئٽرڪ، انٽر ۽ بي اي جا امتحان پاس ڪري 1967ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ڄامشوري سنڌيءَ ۾ ايم اي فرسٽ ڪلاس ٽرڊ پوزيشن ۾ پاس ڪيائين. تعليمي قابليت جي بنياد تي 1963ع ڌاري اسسٽنٽ ڊسٽرڪٽ انسپيڪٽر اسڪولس مقرر ٿيو. مختلف عهدن تي رهندي هاءِ اسڪول رئيس پنهو خان چانڊيي اسڪول مان هيڊماسٽر جي



حيثيت ۾ رٽائر ٿيو. ادبي زندگيءَ جو آغاز 1949ع کان ڪيائين. شاعريءَ ۾ سندس استاد محمد علي جوهر آهي. خير محمد ڪيترائي ڊراما به لکيا آهن. بزم طالب المولىٰ قنبر جو صدر به رهيو آهي. سندس شايع ٿيل ڪتابن ۾ 'عشق جي دنيا'، 'انجام عشق' ۽ 'سعيد سوڪڙي' (قرآن شريف پڙهڻ جا قاعدا) قابل ذڪر آهن.

**خير محمد ڪوڪر**: سنڌ جو مشهور صحافي، روزاني عبرت جو اڳوڻو ايڊيٽر، خير محمد ڪوڪر 1934ع ۾ حيدرآباد جي ڪوڪر پاڙي ۾ پيدا ٿيو. هن بنيادي تعليم حيدرآباد ۾ ئي حاصل ڪئي ۽ ڊبل ايم. اي ڪيائين. صحافت جي شروعات 1951ع ۾ روزاني 'ڪاروان' اخبار کان ڪيائين ۽ اُتي ڪيترا سال نيوز ايڊيٽر رهيو. جنهن کان پوءِ ڪجهه عرصو روزاني 'مهراڻ' جي ڪراچيءَ واري آفيس ۾ به نيوز ايڊيٽر ٿي ڪم ڪيائين. ان دوران هو 'ڳوٺ سُڌار' رسالي لاءِ به لکندو رهيو. هي عبدالغفور سيتائيءَ جي ادارت هيٺ نڪرندڙ اخبار روزاني 'نواءِ سنڌ' جو رپورٽر به رهيو. جڏهن قاضي پائرن قاضي محمد اڪبر ۽ قاضي عبدالمجيد عابد، محمد عثمان ڏيپلائيءَ کان 1958ع ۾ هفتيوار 'عبرت' خريد ڪري، ان کي روزاني 'عبرت' ڪري شايع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ته اخبار جو ايڊيٽر شيخ علي محمد کيس عبرت ۾ وٺي آيو ۽ هي روزاني 'عبرت' جو پهريون نيوز ايڊيٽر بڻيو. 1969ع ۾ شيخ علي محمد جي عبرت اخبار ڇڏي وڃڻ کانپوءِ خير محمد ڪوڪر کي اخبار جو ايڊيٽر مقرر ڪيو ويو. عبرت ۾ نوڪري ڪرڻ دوران هن کي اسٽيٽ بئنڪ ۾ هڪ اعلىٰ عهدي تي ڪم ڪرڻ سميت مختلف ادارن مان آڇون ٿيون، پر هن عبرت کي نه ڇڏيو. اخبار جي شروع ٿيڻ کان وٺي زندگيءَ جي آخرين گهڙين تائين ان سان لاڳاپيل رهيو. هن روزاني عبرت کي زندگيءَ جا 48 سال ڏنا.



خير محمد ڪوڪر نه رڳو اعلىٰ پايي جو ايڊيٽر هو، پر سٺو ليکڪ به هو. هن ڪيترا مضمون ۽ سفرناما لکيا، جيڪي روزاني عبرت ۾ شايع ٿيا. سندس لکيل ايڊيٽوريلن کي به سنڌ ۾ وڏي پذيرائي ملي. خير محمد ڪوڪر جي ادارت دوران روزاني 'عبرت' تمام گهڻي مقبوليت ماڻي. ايڊيٽر هجڻ باوجود هو اخبار ۾ ڪارڪن وانگر ڪم ڪندو هو. صبح جو سوير آفيس اچڻ کان پوءِ رات جو اخبار ڇپجي رواني ٿي وڃڻ تائين آفيس ۾ ويٺل رهندو هو ۽ هر شيءِ جي نگراني پاڻ ڪندو هو. خير محمد ڪوڪر وڏي صحافي هجڻ جي باوجود پنهنجي زندگي انتهائي سادي نموني گذاري.

حيدرآباد پريس ڪلب جي قيام پٺيان به هن جون وڏيون محنتون ۽ ڪوششون شامل آهن. هو پريس ڪلب حيدرآباد جي مختلف عهدن تي به رهيو. مارشل لا واري دؤر ۾ جڏهن ميڊيا جا ذريعا سرڪاري عتاب جو شڪار هئا ۽ اخبارن مان خبرون سينسر ڪيون وينديون هيون، ان دؤر ۾ به خير محمد ڪوڪر ايڊيٽر جي حيثيت ۾ سچ تي پردي پوشي نه ڪئي. ڪيترا دٻاءُ پوڻ جي باوجود عوام جي آواز کي پٺي نه ڏنائين. خبرن کان وٺي ايڊيٽوريلن تائين هن عبرت کي عوام جي اخبار بڻايو. عبرت سان سندس وابستگي باقي سڀني شين کان وڌيڪ هئي. هو سچو ۽ کرو صحافي هو. خير محمد ڪوڪر سموري ڄمار شادي نه ڪئي ۽ شاديءَ جي حوالي سان پڇجندڙ سوالن جو جواب ڏيندي چوندو هو: "مون صحافت سان شادي ڪري ڇڏي آهي". سنڌ جو هي ارڏو ۽ خوددار صحافي، 23 مئي 2006ع تي 72 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو. سندس آخري آرامگاهه حيدرآباد جي بابن شاهه قبرستان ۾ آهي.

**خير محمد لغاري**: ليکڪ ۽ محقق خير محمد لغاري، 1 آگسٽ 1960ع تي ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقي سنجهوري، ضلعي سانگهڙ ۾ ولي محمد خان لغاريءَ جي گهر ۾ جنم ورتو. ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ مان، جڏهن ته مئٽرڪ نور محمد هاءِ اسڪول حيدرآباد مان، انٽر مسلم سائنس ڪاليج حيدرآباد مان ڪري، بي.اِي (B.E) مهراڻ انجنيئرنگ يونيورسٽي ڄام شوري مان ڪيائين. ايم. اي (سنڌي) سنڌ يونيورسٽي ڄام شوري مان ڪيائين.



خير محمد لغاري پنهنجي عملي زندگيءَ جي شروعات ڪراچي شپ يارڊ ۾ ڊپٽي سپرنٽينڊنٽ جي نوڪريءَ سان ڪئي. ان کان پوءِ اريگيشن کاتي سکر ۾ سرويئر طور ڪم ڪيائين پر جيئن ته بنيادي طور سندس تعلق هڪ علمي ادبي گهراڻي سان آهي ۽ ننڍپڻ کان وٺي سندس لاڙو ادب ۽ لکڻ پڙهڻ طرف هو، تنهنڪري مٿي ڄاڻايل نوڪرين تان پاڻمرادو استعيفا ڏنائين. 1992ع ۾ پنهنجي لکڻ پڙهڻ واري شوق جي تڪميل خاطر سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ ملازمت اختيار ڪيائين. شروع ۾ کيس 12 اسڪيل ۾ انچارج سائنس سيڪشن طور مقرر ڪيو ويو هو، جتان مختلف وقتن تي ترقيون ماڻڻ کانپوءِ هن وقت ڊائريڪٽر ريسرچ جي عهدي تي فائز آهي.

سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ ۾ نوڪريءَ دوران هن سنڌيءَ ۾ سائنسي مواد جي کوٽ کي محسوس ڪندي سائنسي موضوعن تي ٻارڙن لاءِ مختلف ڪتاب به تيار ڪيا آهن، جن مان ڪيترا ڇپجي چڪا آهن. ان کان سواءِ انسائيڪلوپيڊيا سنڌيانا جو ڪم شيخ محمد اسماعيل کان پوءِ سندس نگرانيءَ ۾ شروع ڪرايو ويو.

سندس ڇپيل ڪتابن ۾: (1) موٽر گاڏي ۽ ان جا پرزا (1993ع)، (2) بنيادي ايجادون (1999ع)، (3) جانورن جو بادشاهه (2008ع)، (4) دنيا جا عجوبا (2009ع) ۽ (5) ٻليءَ جي نسل جا جانور (2010ع) شامل آهن.

هن وقت سنڌ جي ثقافتي انسائيڪلوپيڊيا ۽ سنڌ جي جاگرافيائي لغت تي تحقيقي ڪم ڪري رهيو آهي.

**خير محمد موجيا** (ديهه): تعلقي فيض گنج ضلعي خيرپور جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خير محمد موجيا، مبارڪ آرائين، ولي محمد مري، غلام فريد جويو، محمد ابراهيم جت، محمد يعقوب آرائين، محمد شريف جت، محرم خان جت ۽ علي محمد جت.

**خير محمد نظاماڻي:** ناليواري اديب ۽ صحافي. خير محمد نظاماڻيءَ، 1908ع ڌاري ضلعي حيدرآباد ۾ جنم ورتو. چوڏهن سالن جي عمر ۾ سياسي ۽ سماجي تحريڪن ۾ حصو وٺڻ شروع ڪيائين. 1923ع ۾ حڪومت مخالف تحريڪن ۾ حصو وٺڻ سبب گرفتار ٿيو ۽ قيد ڪاٽيائين. ان ڪان پوءِ به ڪيترا دفعا جيل ويو. 1930ع ۾ ڪراچيءَ مان روزاني اخبار 'ڪاروان' جاري ڪيائين، جنهن ۾ مسلم ليگ جون خبرون نمايان طور ڇاپيندو. مسلم ليگ جي پاليسين ۽ سرگرمين جي تشهير ڪندو ۽ ان جي حق ۾ مضمون شايع ڪندو هو. پاڪستان ٺهڻ ڪان پوءِ روزنامه 'مهراڻ' جو ايڊيٽر رهيو. مسلم ليگ جي پاليسين سان اختلاف ٿيڻ ڪري جماعت اسلاميءَ ۾ شموليت اختيار ڪيائين. جماعت جي اخبار 'خادم وطن' جو ايڊيٽر ٿيو. 'الوحيد' جي ٻيهر شروع ٿيڻ کانپوءِ ڪجهه وقت اُن جو ايڊيٽر به رهيو. هن 13 ڊسمبر 1985ع تي وفات ڪئي ۽ سنڌس آخري آرامگاهه بدين ۾ آهي.

**خير مگسي** (ديهه) : تعلقي ميرپور خاص جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

حسن خان مهاجر، محمد انور گونول، خليفو دائم مگريو سيٺ الادين، دادلو خان شر ۽ گل حسن مري.

**خيرواهه**[1]: گوني تعلقي ۾ ڪاتيار ويجهو درياهه مان نڪرندڙ 'خيرواهه' کي ٽالپرن ٺهرايو هو. هن واهه جي ڊيگهه 14 ميل آهي. جيڪو ڏاڏڪي واهه ۾ پنهنجو پاڻي نيڪال ڪري ٿو. هن واهه تي پوکجندڙ سراسري ايراضي 2 هزار 96 ايڪڙ آهي.

**خير واهه**[2](ديهه) : ضلعي ۽ تعلقي جيڪب آباد جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

جاڙو خان بليدي، سيد محمد فاضل شاهه، مولا بخش بروهي، خير واهه ۽ سانگهڙ.

**خير واهه**[3](ديهه) : تعلقي ڪنڊ ڪوٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خان محمد ڊومڪي، الهه رکيو ملڪ، شادو ملڪ، جمشير مل، محمد خان ڪوسو علي محمد خان ڪوسو اسلام ڪوسو لڏو چاچڙ ۽ عبدالعزيز.

**خير واهه**[4](ديهه) : تعلقي ڏوڪري ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

وڏي وهٽي، بهاول جت، سائينداد جوڻيجو محمد يعقوب، رضا محمد ابڙو، ڏنگڙو ۽ وٺوال.

**خير واهه**[5] (ديهه) : تعلقي موري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

سهراب چانديو، سائين آباد، لهاڻو فقير جتوئي، مراد ڀهوڙ، گل برو، الهه بخش چانديو، سونو خان فقير ڪوسو ۽ بهادر لغاري.

**خيرو جهتيال:** تعلقي ڏوڪري، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خيرو جهتيال، سومر ابڙو، علي مراد چانديو، ڪوڙو جهتيال، عالماڻي، جنداڻي (گاجي جهتيال)، ملاڻو (جمعو)، پير بخش بروهي ۽ صاحب خان ملاڻو.

**خيرو درس:** خيرو درس پنهنجي وقت جو ڪامل بزرگ هو. مخدوم نوح رحه جي هٿ تي بيعت ڪري معرفت ۽ حقيقت ڏانهن راغب ٿيو. خيرو درس شاعر به هو. هن لاءِ مشهور آهي ته راتين جون راتيون جاڳي ڏڻيءَ جي عبادت ڪندو هو. اڪثر ماني به نه ڪائيندو هو. بک ۽ رياضتن سبب سندس جسم هڏائين پڃري جو ڍيڪ ڏيندو هو. اڪثر جهنگ ۾ گذاريندو هو ۽ ڪڏهن ڪي جيت ۽ ڪيڙا ماڪوڙا سندس بت تي چڙهي ويندا هئا، ته به ڪيس انهن جي سڌ نه پوندي هئي ۽ عشق الاهيءَ ۾ محو رهندو هو. روايت آهي ته هن درس ۽ تدريس جو ڪم به ڪيو ۽ ڪيترا طالب پيدا ڪيا. خيرو درس حيدرآباد جي گنجي ٽڪر تي مدفن آهي.

**خيرو ديرو:** خيرو ديرو بندر سنڌو درياهه جي ڪاهي ڪپ تي ضلعي دادوءَ ۾ هوندو هو. هن بندر جو شمار سنڌو درياهه جي وڏن بندرن ۾ ٿيندو هو ۽ ان تان هر قسم جو اناج، تيلي ٻج، داليون، لاک، ڪئونر ۽ اڏاڻي جو ٺهيل ڪپڙو، ٻاهر ٻيڙين رستي ويندو هو. انگريزن جي دور ۾ خيري ديري جي بندر واري حيثيت نه رهي. هن وقت خيرو ديرو پٽڻ جي صورت ۾ هڪ تڙ جي صورت ۾ موجود آهي.

**خيرو ديرو**[1](ديهه) : تعلقي رتيديري، ضلعي لاڙڪاڻي جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خيرو ديرو، ڳڙهي هرسا، عيدن بروهي ۽ دين بروهي.

**خيرو ديرو**[2](ديهه) : تعلقي گنبٽ جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هيٺيان ڳوٺ شامل آهن:

خيرو ديرو، ڪوڪر، نورنگ شاهه، شيخ، سونو پٽي، هلي، بادل ڪهڙو، نور محمد ڪهڙو، پريو ماڇي، مجاهد ۽ سيال.

**خيرو ديرو**[3](ديهه) : تعلقي موري جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ خيرو ديرو شامل آهي.

**خيرو ديرو**[4](ديهه) : تعلقي سيوهڻ شريف جي هڪ ديهه، جنهن ۾ هڪ ڳوٺ حاجي هاشم ٻگهيو شامل آهي.

**خيريءَ جي مسجد:** مائي خيريءَ جي مسجد حيدرآباد شهر ۾ موجود فقير جي پڙ واري علائقي ۾ موجود آهي. هن مسجد کي تعمير ڪرائيندڙ مائي خيرالنساءِ ٽالپر عرف مائي خيري هئي، جيڪا ميرصوبدار خان ٽالپر جي گهرواري ۽ ٽالپر گهراڻي جي پهرين چوياريءَ جي چئن حڪمرانن، مير فتح علي خان ٽالپر، مير غلام علي خان ٽالپر، مير ڪرم علي خان ٽالپر ۽ مير مراد علي خان ٽالپر جي ماءُ هئي. مائي خيرالنساءِ پنهنجي نالي سان گهٽيون ئي مسجدون، مدرسا ۽ خيراتي دواخانا تعمير ڪرايا، سندس انهن خير جي ڪمن سبب ڪيس 'مائي خيري' سڏيو ويندو آهي. فقير جي پڙ ۾ ميان فقير محمد جوڻيجي جي پڙ (امام بارگاهه) جي پرسان مائي خيريءَ هيءَ عاليشان مسجد جوڙائي هئي ۽ ان جي تعمير 27 شعبان 1205هه / پهرين مئي 1791ع ۾ مڪمل ٿي.

مائي خيريءَ گڏوگڏ هڪ مدرسو به جوڙايو هو. جنهن ۾ ايران جا وڏا عالم ديني تعليم ڏيندا هئا. هن مدرسي ۾ شاگردن جي رهائشگاهه ۽ کاڌي پيتي جو بندوبست مفت هوندو هو. جمعي جي نماز ۽ عيد واريون نمازون ٽالپر امير هن ئي مسجد ۾ اچي پڙهندا هئا. هن وقت مسجد جو ٻاهريون ڍيک بلڪل تبديل ٿي ويو آهي، پراڻو لڳل ڪاٺ

جو عاليشان دروازو (ٽڪ گلوڪاريءَ جو ڪم ٿيل) ڪيرائي ننڍو لوهه جو دروازو هٽايو ويو آهي ۽ بچيل جڳهه تي دڪان ٺهرايا ويا آهن. مائي خيري پهرين رمضان المبارڪ 1222هه / 2 نومبر 1807ع تي وفات ڪئي. ڪُليات مائلؔ ۾ سندس وفات تي پنج قطعه تاريخون موجود آهن، جن مان هڪ هيءَ آهي:

چون شدي اين مقبولئہ حق زين جهان
درجنان نزد بتول ذي العظام
سال ترحيلش سروش غيب گفت
”زبد اين مقبولہ با، خيرالنسا“.

1222هه

**خيمو:** خيمو، تنبوءَ جو قسم ۽ ٿلهي ڪپڙي ۽ مضبوط چادر يا چمڙي جو ٺاهيل عارضي گهر هوندو آهي، اڪثر سفر ۾ سردي ۽ گرميءَ جي بچاءَ لاءِ



خيما ڪم آندا وڃن ٿا. ان ڪان سواءِ هنگامي حالتن، زلزلي يا ٻوڏ متاثر ماڻهن جي پناهه لاءِ به خيمو عارضي گهر طور ڪتب آندو وڃي ٿو. آڳاٽي وقت ۾ خيما جنگي سپاهين جي رهائش لاءِ به ڪتب آيندا هئا.

خيمن جو ذڪر شاهه عبداللطيف رحہ پڻ ڪيو آهي:

’ڪربلا جي پڙ ۾، خيما ڪوڙيائون‘

ڪربلا جي ميدان تي حضرت امام حسين عليہ السلام ۽ ساٿين خيما ڪوڙايا هئا.

**خيمي ۾ شام** (ڪتاب): هيءُ ڪتاب نامياري ليکڪ، شاعر ۽ براڊ ڪاسٽر نصير مرزا جو لکيل آهي، جنهن ۾ سفرناما، خاڪا، انٽرويو، پروفائيلَ، تعزيتي مضمونَ ۽ مهاڳَ شامل آهن. هن ڪتاب جو مهاڳ ليکڪ جي والده شريف النساء ناصر علي لکيو آهي، جنهن سندس ننڍپڻ ۽ خانداني پسمنظر جو تفصيلي ذڪر ڪيو آهي، هن ڪتاب ۾ سنڌ جي ناميارين شخصيتن تي پروفائيل شامل آهن. ڪيرٿر، سيف الملوڪ، ٺٽو ۽ ٻين اهم ماڳن جي سفر جا داستان به ڏنا ويا آهن.




مخدوم محمد زمان طالب الموليٰ، شيخ اياز، نارائڻ شيام، بردي سنڌي، موهن ڪلپنا، استاد محمد جمن، مائيڏي اوٺي، ماڻڪ، سرمد سنڌي، خيرالنساءِ جعفري ۽ ٻين اهم ماڻهن جي وفات تي تعزيتي مضمون به داخل آهن. علي بابا، نورالهديٰ شاهه، طارق عالم، شرجيل ۽ ارم محبوب جي شاعري ۽ ڪهاڻين جي ڪتابن جا مهاڳ به ڏنا ويا آهن. ان ڪانسواءِ ليکڪ جا ڪجھ حصن ۾ سيلف پورٽريٽ به شامل آهن.

ڪتاب جي بئڪ ٽائيٽل تي نورالهديٰ شاهه جو تاثر ڏنل آهي. دوستي پبليڪيشن، حيدرآباد پاران هن ڪتاب جو پهريون ڇاپو جولاءِ 2001ع ۾ ۽ ٻيو ڇاپو 2009ع ۾ شايع ٿيو پڪي جلد سان ڊيمي سائيز جو هيءُ ڪتاب 490 صفحن تي مشتمل آهي، جنهن جي قيمت 250 روپيا ڇاپيل آهي.



# ڪتابيات/ ببليوگرافي

## سنڌي ڪتاب


1. ابڙو، بدر، ’ڪوهستان جو سفر‘، ثقافت کاتو، سنڌ، 2009ع.
2. ابڙو، بدر، ’گورک منڇر گاج دنيا‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2011ع.
3. ابڙو، علي خان، ’حالات نبوي‘، سيد مٺڻ شاهه اسٽئنبرڊ پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، 1919ع.
4. الانا، غلام علي، ڊاڪٽر، ’سنڌي صوتيات‘، سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو، حيدرآباد، 2009ع.
5. امر جليل، ’ادب ۽ سياست‘، ڪاڇو پبليڪيشن، ڪراچي، 2010ع.
6. انصاري، اشتياق، ’خيما ڪاهوڙين‘، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 1998ع.
7. انصاري، اشتياق، ’سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا‘ سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2011ع.
8. انور پيرزادو ’جديد سنڌي ادب‘، انور پيرزادو اڪيڊمي، ڪراچي، 2010ع.
9. بخاري حاڪم علي شاهه/ محمد عثمان ميمڻ، ’ڏکڻ ايشيا جي ٻولين ۽ لپين جي ڊائريڪٽري‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2010ع.
10. بخاري حاڪم علي شاهه/ محمد عثمان، ميمڻ ’سنگيت سنسار‘ (فرهنگ موسيقي) سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2008ع.
11. بخاري، سيد گل محمد شاهه، ”شهدادڪوٽ جا قلمڪار ۽ شاعر“ (جلد پهريون)، شهدادڪوٽ علمي ادبي تنظيم، 2000ع.
12. بخاري، ڪامريڊ عزيز سلام ’ٻَوَ مڙيئي ٻيل‘، سهائي پبليڪيشن، حيدرآباد، 1992ع.
13. بروهي، عزيز الله، ’خالق جون سائنسي ڪاريگريون‘، سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو، حيدرآباد، 1994ع.
14. بلوچ، خير محمد، ’موٽر گاڏي ۽ ان جا پرزا‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1993ع.
15. بلوچ، عنايت، ’روم جي شهنشاهت جو زوال ۽ خاتمو‘، سنڌي ادبي بورڊ، 2010ع.
16. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’پروليون، ڏئون، معمائون ۽ ٻول‘، سنڌي ادبي بورڊ، 2007ع.
17. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’جامع سنڌي لغات‘ (ٽئي ڀاڱا)، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، 2005ع
18. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’جنگناما‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2005ع.
19. بلوچ، نبي بخش خان ڊاڪٽر، ’حمل فقير جو ڪلام‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2004ع.
20. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر، ’سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي‘، سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو، حيدرآباد، 1992ع.
21. بلوچ، نبي بخش خان، ڊاڪٽر ’ميين شاهه عنايت جو ڪلام‘ سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2010ع.
22. ٻرڙو، ڪوثر، ’استاد منظور علي خان فن ۽ شخصيت‘، پوئٽ پبلشنگ هائوس، خيرپور، 2010ع.
23. ٻرڙو، ڪوثر، ’فن ۽ فنڪار‘، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، 2007ع.
24. ڀاڳت، اياز، ’سنڌ ۾ رهندڙ ذاتيون‘، ’قومون ۽ قبيلا‘، مهراڻ پبليشرز، ڪراچي، 2010ع.
25. پٺو نور محمد، ’سنڌ جا تعليمي ماهر‘، سچ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2007ع.
26. پٺو نور محمد، ’شخصيات‘، سچ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2007ع.
27. پٺي، الاهي بخش، ڊاڪٽر/ جسڪاڻي، محمد مٺل، ’جديد زرعي رهنما‘، زراعت کاتو، 1996ع.
28. پٺي، محمد قاسم غازياڻي، ’المڪتوب الحبيب‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.
29. پنهور، عطا محمد، ’سنڌ جو مهراڻ‘، سنڌي ٻوليءَ جو با اختيار ادارو، حيدرآباد، 1995ع.
30. پنهور عطا محمد، ’سنڌ جي تاريخ‘، نيشنل بوڪ فائونڊيشن، اسلام آباد، 2000ع.

31. تاج صحرائي، 'پٽي لوڪ'، (رگ ويد جي دور جا سنڌي وڻجارا (ناڪٽا)، سنڌ ايڊجوڪيشن ٽرسٽ، حيدرآباد، 1996ع.
32. ٽالپر، شير محمد، 'تن سان لڌي لال'، (نقشبندي بزرگن جي سوانح حيات)، لنواري شريف ادبي، ڪميٽي، بدين، مارچ 1999ع.
33. ٺهليائي، لتا، ڊاڪٽر، 'سنڌ جو سورهيه سپاهي دادا روچيرام ٿانوائي'، اکل ڀارت سنڌي ٻولي ساهت پرچار سڀا، اُلهاس نگر، 2007ع.
34. ٻتافي، ڪريم داد، ڊاڪٽر، 'حياتيات'، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1993ع.
35. پرڏان، ڊاڪٽر، 'سون سريکيون سارو ٺيون'، (آتم ڪٿا)، امرتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2010ع.
36. پليجو عبدالحئي، 'عالمي عجائبات'، سنڌيڪا اڪيڊمي، 2004ع.
37. پنهور، ايم. ايڇ/ عمر سومرو، 'پيرائتي سنڌ ڪٿا'، عمر سومرو اڪيڊمي، ڪراچي، 2011ع.
38. جعفراڻي، عزيز، 'سجاول جي سماجي، ثقافتي ۽ سياسي تاريخ'، محمد بن قاسم لائبرري، سجاول، 2009ع.
39. جلباڻي، غلام حسين، 'خواب ۽ تعبير'، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2001ع.
40. جميل الزمان، مخدوم، 'تذڪره مخدومانِ هالا'، طالب المولیٰ اڪيڊمي، هالا، 2001ع.
41. جوڻيجو ڊاڪٽر عبدالجبار، 'ڪمال'، انسٽيوٽ آف سنڌالاجي 2002ع.
42. جويو، تاج، 'حسينيءَ جي هاڪ'، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، 2005ع.
43. جويو، محمد ابراهيم، 'ادب، ٻولي، تعليم'، سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد، 1998ع.
44. جويو محمد ابراهيم، 'فلسفي جو ابتدائي ڪورس'، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2006ع.
45. جي. ايم سيد، 'پنهنجي ڪهاڻي، پنهنجي زباني'، جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سن، 2003ع.
46. جي. ايم سيد، 'جنب گذاريم جنين' (ٻه ڀاڱا گڏ)، جي. ايم. سيد اڪيڊمي، سن، 2004ع.
47. جي. ايم سيد، 'خط ۽ مضمون'، جي ايم سيد اڪيڊمي، دادو 1995ع.
48. جي. ايم سيد، 'سنڌو جي ساجاهه'، جي ايم سيد اڪيڊمي، دادو، 2000ع.
49. جي. ايم سيد، 'سنڌي ڪلچر ۽ سنڌ جا سومار'، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2011ع.
50. جي. ايم سيد، 'ڪجهه خط' سنڌي ادبين جي سهڪاري سنگت، حيدرآباد، 1985ع
51. چانڊيو جامي، 'ڪي ماڻهو تاريخ ٿين ٿا'، سي پي سي ايس، حيدرآباد، 2007ع.
52. چانڊيو، حڪيم عبدالحميد، خليفو 'نواب سر غيبي خان چانڊيو'، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2006ع.
53. چانڊيو خادم حسين، 'مارو جي مليرجا'، گنج بخش ڪتاب گهر، حيدرآباد، 2005ع.
54. چنا، ايم. رفيق، 'سنڌ جي چنا قوم جي تاريخ'، ورلڊ پبليڪيشن، ڪنڊيارو، (سال اڻڄاڻايل).
55. چنا، سليم، 'ڏاها منهنجي ڏيهه جا'، سليم چنا اشاعت گهر، حيدرآباد، 2010ع.
56. چنا، محبوب علي 'هڪ شخصيت، ٻه پهلو'، حيدرآباد، 1968ع.
57. حافظ حبيب سنڌي، 'ماڇر ڪڪرالي ۽ ڪاري جي ٻولي'، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، 1994ع.
58. حافظ مهراڻ، 'روڙيو رتا گل'، المهراڻ فائونڊيشن، سانگهڙ، 2009ع.
59. حامي، عطا محمد، ڊاڪٽر 'خيرپور جي ميرن جو ادب، سياست ۽ ثقافت ۾ حصو'، ثقافت ۽ سياحت کاتو، 2009ع.
60. حفيظ خان، 'مآثر ملتان' (اردو)، ملتان انسٽيٽيوٽ پاليسي اينڊ ريسرچ، ملتان، 2011ع.
61. حڪيم محمد جعفر 'فرهنگ جعفري'، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2007ع.
62. خاصخيلي، ملڪ محسن علي محسن، 'تاريخ خاص خيلي'، داتا ڪمپيوٽرز، نئون ڪوٽ، 2011ع.
63. خانائي، حامد علي/ بشير احمد، هيسباڻي، 'مقالات خانائي'، سنڌي ادبي بورڊ، 2006ع.
64. خٽڪ، پريشان، پروفيسر 'پشتو شاعريءَ جي تاريخ'، اڪيڊمي ادبيات پاڪستان، اسلام آباد، 1988ع.
65. خليفو عبدالحڪيم، (مترجم: مخدوم عبدالجبار صديقي) 'تشبيهات رومي' سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 2006ع.

66. درس، رسول بخش، 'سنڌ هيرن کاڻ'، سجاڳي پبليڪيشن، حيدرآباد، 2005ع.
67. دلبر سائين (صاحبزاده محمد ڪرم الله) 'القلم'، بوعلي پرنٽرس دربار فضل آباد، ذوالحج 1428ھ
68. ڏاريجو، علي مرتضيٰ، 'اسان جون اکيون'، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1992ع.
69. ڏاريجو، علي مرتضيٰ، 'ڇاتين جي سائنسي ڇاڻ'، سنڌيڪا اڪيڊمي، 2000ع.
70. ڏٽي بخش مگسي، 'دادو، منهنجون يادون'، ڪاڇو پبليڪيشن، ڪراچي، 2005ع.
71. ڏوڏويجا لوڪرام، 'منهنجو وطن منهنجا ماڻهو'، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، 2007ع.
72. راشدي، پير علي محمد، 'اهي ڏينهن اهي شينهن'، (جلد پهريون)، نيوفيلڊس پبليڪيشن، ٽنڊو ولي محمد، 2000ع.
73. راشدي، پير علي محمد، 'اهي ڏينهن اهي شينهن'، (جلد ٻيو) سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1993ع.
74. راشدي، پير علي محمد، 'اهي ڏينهن اهي شينهن'، (جلد ٽيون) نيوفيلڊس پبليڪيشن، ٽنڊو ولي محمد، 2010ع.
75. رانجهاڻي، عزيز 'سنڌ جون ڍنڍون'، ڪويتا پبليڪيشن، حيدرآباد، 2011ع.
76. راورٽي / عطا محمد ڀنڀرو، 'سنڌ جو مهراڻ'، لئنگئيج اٿارٽي، 1995ع.
77. رحيمداد خان، مولائي شيدائي، 'تاريخ تمدن سنڌ'، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1995ع.
78. زرداري، محمد لائق، پروفيسر 'تاريخ ضلع نوابشاهه'، هسٽاريڪل ائنڊ ڪلچرل سوسائٽي، مورو، 2001ع.
79. سليم چنا، 'ڏاها منهنجي ڏيهه جا'، سليم چنا اشاعت گهر حيدرآباد، 2010ع.
80. سومرو، عبدالحق مهر ڊاڪٽر / سومرو، عمر 'سومرا راڄ گهراڻو' ثقافت کاتو سنڌ، 2010ع.
81. سومرو، غلام رسول، 'ضلعي لاڙڪاڻي جي ادبي تاريخ ورهاڱي کان اڳ'، يونيورسٽي آف ڪراچي، 1990ع.
82. سومرو، محمد قاسم، 'اصحاب الجنت'، (باغ وارن جو قصو) قاسميه لائبريري، ڪنڊيارو، 2002ع.
83. سومرو، محمد قاسم، 'اصحاب القريه'، (ڳوٺ وارن جو قصو) قاسميه لائبريري، ڪنڊيارو، 2002ع.
84. سومرو، محمد قاسم، 'اصحاب الڪهف'، (غار وارن جو قصو) قاسميه لائبريري، ڪنڊيارو، 2002ع.
85. سومرو، محمد قاسم، 'حضرت لقمان حڪيم ۽ ان جو نصحيتون'، قاسميه لائبريري، ڪنڊيارو، 2002ع.
86. سومرو، محمد قاسم، 'خندق جي جنگ جو قصو'، (ٻارن لاءِ قصا)، قاسميه لائبريري، ڪنڊيارو، 2002ع.
87. شاهواڻي، غلام محمد، 'شاهه جو رسالو'، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 1997ع.
88. شري راڄ گوپال / حسين بادشاهه، 'رامائڻ'، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2004ع.
89. شمشير الحيدري، 'سجاڳ سانگهڙ' (سونيئر)، سانگهڙ، 1974ع.
90. شيخ، انعام، 'سوچ جو سفر'، سنڌيڪا، 1997ع.
91. شيخ اياز 'خط، انٽرويو تقريرون: شيخ اياز' نيو فيلڊس پبليڪيشن، ٽنڊو ولي محمد، 1999ع.
92. شيخ محمد سومار، 'بدين ضلعي جو مطالعو'، لاڙ ادبي سوسائٽي، بدين، 1982ع.
93. شيخ، محمد سومار، 'سنڌ جا زيور'، انسٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1989ع.
94. شيخ محمد سومار، 'لاڙ جا ماڳ مڪان'، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.
95. صديقي، حبيب الله، 'انسان جي تاريخ' (ٻه حصا)، حبيب صديقي اڪيڊمي، ڄامشورو، 2002ع.
96. صديقي، غلام حيدر، 'ننڍي کنڊ ۾ ڊرامي جي تاريخ'، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ، 2008ع.
97. صديقي، محمد حنيف / رچرڊبرٽن، 'سنڌ ۽ سنڌو ماٿريءَ ۾ وسندڙ قومون'، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، 1995ع.
98. صديقي، مخدوم سليم الله، 'مخدوم بصرالدين جي سوانح ۽ رسالو'، مخدوم سليم الله صديقي، اداره پاٽ هائوس، قاسم آباد، 2003ع.
99. صديقي، مخدوم سليم الله، 'مخدوم فضل الله جو ڪلام'، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2009ع.
100. طارق اشرف، 'چار مارچ ۽ سنڌ جا جوڌا'، (مضمونن جو مجموعو)، نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد، 1978ع.

101. طالب المولىٰ، مخدوم ، ’يادِ رفتگان‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1994ع.

102. طالباڻي، قادربخش، ’هيرن جهڙو ماڻهو‘، سجاڳي پبليڪيشن، حيدرآباد، 2009ع.

103. طاهرزادو، ولي محمد/ عبدالحفيظ، قريشي، ’شخصيتون‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو 2005ع.

104. عباسي، اسلم ، ’ضلعو نوشهرو فيروز‘، نوشهروفيروز سيمينار ڪاميٽي، 2007ع.

105. عباسي، اسلم ، ’مورو تاريخ ۽ ثقافت‘، سنڌ رويو پبليڪيشن، ڪراچي، 2011ع.

106. عباسي، جاويد، ’جاندار‘، سنڌي ٻولي جو با اختيار ادارو، حيدرآباد، 1995ع.

107. عباسي، سليم انور، ’ملڪن ۽ قومن جي انسائيڪلوپيڊيا‘، سنڌيڪا اڪيڊمي، 2007ع.

108. عبدالله چنا، (آتم ڪٿا) زينت پرنٽرز، ڪوڪر محلو حيدرآباد

109. عشرت علي خان، ’حيدرآباد‘، ادراڪ پبليڪيشن، حيدرآباد، 2009ع.

110. غلام مصطفىٰ دادوي، ’مولانا محمد جلال الدين رومي‘، حيدرآباد، 1993ع.

111. قادري، اياز، ’سنڌي غزل جي اوسر‘، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، 1982ع.

112. قادري، اياز، ’مشعل اياز‘، قادري قلم قبيلو ڪراچي، 2007ع.

113. قادري، عبدالرسول، ’سنڌ جا ڪتبخانا‘، مهراڻ اڪيڊمي، واڳڻو در، شڪارپور، 2008ع.

114. قاضي، جاويد احمد، ڊاڪٽر، ’جديد بيماريون‘، مهراڻ اڪيڊمي، 2001ع.

115. قاضي، محمد سليمان ڀان، ’تاريخ سميجا‘، ڀان پبليڪيشن، بدين، 1985ع.

116. قانع، مير علي شير، ٺٽوي ’معيار سالڪان طريقت‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2010ع.

117. قا نع، مير علي شير، ٺٽوي ’مقالات شعراءَ‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڪراچي،1957ع.

118. ڪلهوڙو دين محمد، ’قنبر-شهدادڪوٽ ضلعو‘، ڊسٽرڪٽ هسٽاريڪل سوسائٽي، قنبر-شهدادڪوٽ، 2011ع

119. ڪوريجو، حافظ عبدالستار ’تاريخ سنڌ ساگر‘، روپاهي ڪوريجا پبليڪيشن، لاڙڪاڻو 2007ع.

120. ڪتري، محمد يوسف، ’علم الادويہ لطيفي‘، (جلد ٻيو) لطيفي طبي اڪيڊمي، ٽنڊو محمد خان، 2006ع.

121. ڪتري، محمد يوسف، ’علم الادويہ لطيفي‘، (جلد ٽيون) لطيفي طبي اڪيڊمي، ٽنڊو محمد خان، 2009ع.

122. ڪتري محمد يوسف، ’علم الادويہ لطيفي‘، (جلد چوٿون) لطيفي طبي اڪيڊمي، ٽنڊو محمد خان، 2011

123. گرامي، غلام محمد، ’مشرقي شاعريءَ جا فني قدر ۽ رجحانات‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو،1992ع.

124. گربخشاڻي،هوتچند مولچند، ڊاڪٽر، ’روح رهاڻ‘ مڪتبہ اسحاقيہ ڪراچي، 1933ع.

125. گربخشاڻي، هوتچند مولچند، ڊاڪٽر، ’شاهہ جو رسالو‘، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو، 2005ع.

126. گربخشاڻي،هوتچند مولچند، ڊاڪٽر، ’لنواريءَ جا لال‘، سنڌي ساهت گهر، حيدرآباد،2007ع.

127. گل محمد گاد ۽ محمد افضل عباسي (مرتب)، ’لاڙڪاڻو ساهہ سيباڻو‘، ميونسپل ايمپلائيز يونين لاڙڪاڻو، 1948ع.

128. لاکو غلام رسول، حڪيم، ’آسان طبي نسخا‘، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2010ع.

129. لاکو غلام رسول، حڪيم ’فن دوا سازي‘، مهراڻ اڪيڊمي، شڪارپور، 2008ع.

130. لاکو غلام رسول، حڪيم، ’وڻ ۽ ٻوٽا‘، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2007ع.

131. لاکو غلام رسول، حڪيم، ’وڻ، ٻوٽا ۽ ميوا‘، مهراڻ اڪيڊمي 2007ع.

132. لغاري، اڪبر ’سنڌي ادب جو مختصر جائزو‘، نيو فيلڊس پبليڪيشن ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، 1999ع.

133. لغاري، اڪبر ’ڪوي عمرڪوٽ جا‘، ضلعي حڪومت، عمرڪوٽ، 2010ع.

134. مانجهي، محمد علي، ڊاڪٽر ’صوفي شاهہ عنايت شهيد ۽ سندس سلسلي جا شاعر‘، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2010ع.

135. مانجهي، محمد علي، ڊاڪٽر ’ٽنگر ٽنو هڪ مطالعو‘، ثقافت کاتو حڪومت سنڌ، ڪراچي، 2010ع.

136. محمد حسين ڪاشف، ’سنڌ ۾ ڪنيارڪو ڪم‘، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو، 2008ع.

137. محمد عرس اظهر سولنگي، ’دادو تعلقي جو ماضي ۽ حال‘، سرجڻهار پبليڪيشن، دادو، 2006ع.

138. محمد ڪرم الله، ’تذکرة الخلفاء الغفاريۃ‘، جامعہ مدينۃ العلم صالح آباد ملير، ڪراچي، 2009ع.

139. مخدوم امير احمد (مصنف: علي بن حامد ڪوفي) ’چچ نامہ‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 1976ع.

140. مخدوم شبير احمد/ ابن مخدوم امير احمد، ’تذکره مخاديم ڪهڙا شريف‘، گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد، 2005ع.

141. مخدوم عبدالواحد سيوستاني، ’رسائل سيوستاني‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو،2008ع.

142. مخدوم فتح محمد سنڌي برهانپوري، (مترجم: مولانا انس راڄپر)، ’مقام الصلواة‘ سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2006ع.

143. مرزا، عباس علي بيگ، ’خدايارخان ميان سرفراز عباسي‘ سنڌي ادبي بورڊ 1986ع.

144. مرزا، قليچ بيگ ،’انساني سڌاري جي شروعات‘، آر.ايچ.احمد اينڊ برادرس، حيدرآباد، 1955ع.

145. مرزا، قليچ بيگ، ’حالات اولياء‘، باغبان پبليڪيشن، حيدرآباد، 1956ع.

146. مرزا، قليچ بيگ، شمس العلماء، ’لغات لطيفي‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 1994ع.

147. مرزا، قليچ بيگ،’قديم سنڌ ۽ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو‘، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1981ع.

148. مرزا،ممتاز،’سنڌ صدين کان‘، شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهه،1982ع.

149. مرزا، نصير، ’ريڊيو حيدرآباد‘، دوستي پبليڪيشن، حيدرآباد، 2010ع (ٽي ڀاڱا)

150. مگسي، ڏٺي بخش، ’دادو منهنجون يادون‘، ڪاڇو پبليڪيشن، ڪراچي، 2005ع.

151. مگسي، عبدالله،پروفيسر ’ڄان ڄان هئي جيئري‘، پروفيسر عبدالله مگسي ڪاميٽي، دادو، 1995ع.

152. مگسي قادر بخش، پروفيسر، ڊاڪٽر، ’ڪرڙيءَ جي جنگ جا نامور شهيد‘، ڪراڙ پبليڪيشن، ٽنڊو محمد خان، آڪٽوبر 2010ع.

153. مگريو رفيق احمد ڊاڪٽر، ’شيخ محمد حيات سنڌي‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو، 2009ع.

154. ملڪاڻي، الطاف، ’قصص الاولياء‘، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو 2011ع.

155. ملڪاڻي، منگهارام، ’سنڌي نثر جي تاريخ‘، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 1993ع.

156. منشي، عطا محمد / نياز همايوني، حڪيم، ’تازن معرڪن جي تاريخ‘، سنڌي ادبي بورڊ، ڄام شورو، 2005ع.

157. مور سنڌي،’شاهه عنايت شهيد‘، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، 2003ع.

158. مولائي شيدائي، ’بلوچستان جي مختصر تاريخ‘، سکر، 1941ع.

159. مهر، غلام رسول، ’تاريخ سنڌ‘ (ٻہ جلد)، ثقافت ۽ سياحت کاتو حڪومت سنڌ، ڪراچي، 1996ع.

160. ميمڻ، شمس الحق، ’سنڌ جي وڏڪار‘، ٻيلو کاتو سنڌ، 1996ع.

161. ميمڻ، عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر ’سنڌي ادب جو تنقيدي اڀياس‘، روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، 2006ع.

162. ميمڻ،غفور،ڊاڪٽر "سنڌي ادب جو فڪري پس منظر"شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، ڪراچي، 2002ع.

163. ميمڻ، غلام رسول ۽ درمحمد پنهوَر، ’اسان جا اديب اسان جا شاعر‘، مهراڻ پبليڪيشن، شڪارپور، 1983ع.

164. ميمڻ، فضل الرحمان، ’چونڊ سنڌي لوڪ ڪهاڻيون‘، سنڌيڪا اڪيڊمي، ڪراچي، 2001ع.

165. نظاماڻي،رئيس ڪريم بخش خان،’ڪيئي ڪتاب‘، (آتم ڪهاڻي) جلد پهريون،،نيوفيلڊس پبليڪيشن ٽنڊولي محمد،1994ع.

166. نظاماڻي،رئيس ڪريم بخش خان،’ڪيئي ڪتاب‘، (آتم ڪهاڻي) جلد ٻيون،نيوفيلڊس پبليڪيشن ٽنڊولي محمد،1996ع.

167. نظاماڻي، مولوي نور محمد، عبدالغني عبدالله ۽ محمد صديق مسافر ’تاريخ سنڌ‘، (پنج ئي ڀاڱا گڏ)
مهراڻ اڪيڊمي شڪارپور 2010ع.

168. نظاماڻي،مير محمد،’سنڌي ڊراما‘، ڊيپلائي اسلاميا پرنٽنگ پريس حيدرآباد،1962ع.

169. نواز رڪٽائي،’دادو سنڌ جو دل‘، شمس پبليڪيشنز مورو، 2004ع.

.170 هدايت پريم، ڊاڪٽر، ’سنڌي ٻوليءَ جا محقق ۽ انهن جي تحقيق‘، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي، حيدرآباد، 2007ع.
.171 هڪڙو، انور فگار، ’شڪارپور شهر جو سنڌي ادب ۾ حصو‘، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو، 2009ع.
.172 يوسف سنڌي، ’هڪ سو تاريخ ساز شخصيتون‘، سچائي شاعت گهر دڙو،2010ع.
.173 يوسف سنڌي ’سنڌي ادب‘ سچائي اشاعت گهر دڙو، 2011ع.
- ان کان سواءِ، جلد چوٿين جي داخلائن ۾ شامل سمورا ڪتابَ.

## سنڌي رسالا:

1. اطلاعات کاتي جا ڇاپايل مختلف سووينيئر/ رسالا
2. ٽماهي ٽرڊيپ سماچار (مختلف شمارا)
3. ٽماهي ٽرڊوسٽ نيوز ليٽر (مختلف شمارا)
4. ٽماهي، ’سنڌوجوت‘، جولاءِ ڊسمبر 2010ع.
5. ٽماهي مهراڻ جا مختلف پرچا
6. پندرهن روزه افيئر مئگزين
7. پندرهن روزه ’عبرت مئگزين‘ جا مختلف پرچا
8. جوڀن جنسار جانب جو، سووينيئر، حضرت حسن بخش جيلاني اڪيڊمي، ڊنڊو، 26 اپريل 2010ع.
9. ڇهہ ماهي ’بلاول‘، تحقيقي جرنل (واليم ٽيون)، بلاول انسٽيٽيوٽ آف هسٽاريڪل ريسرچ ضلعو شهيد بينظير آباد 2011
10. روزاني عبرت جي مئگزين ’سنسار‘ جا مختلف پرچا
11. روزاني عوامي آواز جي ’سنڌي مئگزين‘ جا مختلف پرچا
12. روزاني ڪاوش جي مئگزين ’ڪاوش دنيا‘ جا مختلف پرچا
13. سچل سرمست يادگار ڪميٽيءَ جي رسالي ’سرمست‘ جا مختلف پرچا
14. سولنگي،غلام مصطفي،’سنڌ راڻي‘، سنڌ راڻي پبليڪيشن حيدرآباد 2011ع.
15. سوينيئر، ’سنڌي ناٽڪ صدي‘، مهراڻ آرٽس ڪائونسل حيد رآباد ،1980ع.
16. سوينيئر قادري، ذوالفقار، ’قادري‘، فقير ميان صالح قادري ڊسمبر، 2001ع.
17. سوينيئر، ’لعل شهباز قلندر‘، محڪمہ اطلاعات کاتو حڪومت سنڌ، (مختلف پرچا).
18. ماهوار ’ادب‘ جا مختلف پرچا
19. ماهوار، ’الرشيد‘ سڪندريہ پبليڪيشن پير جو ڳوٺ خيرپور (شمارو 5 جلد 16) اپريل 2011ع.
20. ماهوار امرتا جا مختلف پرچا
21. ماهوار،’ بادل‘، (مختلف پرچا).
22. ماهوار، ’پيغام ‘ ڪراچي محڪمہ تعلقات عامہ حڪومت سنڌ (1984ع، 1987ع).
23. ماهوار نئين زندگي جا مختلف پرچا
24. ماهوار، ’ويج‘ ڪراچي،2010ع،
25. ’نيوز اينڊ اوپينن‘ مختلف پرچا
26. هفتيوار سوڀ، ’ميگزين‘ جا مختلف پرچا
- ان کان سواءِ مختلف اخبارون ۽ جلد چوٿين جي داخلائن ۾ شامل رسالا.

